# اِنسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا

جلد ٽيون

(پ - ج)




چيف ايڊيٽر ۽ نگران اعليٰ

**پروفيسر ڊاڪٽر فهميده حسين**



سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، سنڌ





# سورهه سنڌي ادب




## صاحب خان ”سورهه“ ميراڻي

Cell No: 0344 3919786

0300 3404488

# اِنسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا

## جلد ٽيون

(پ - ج)

چيف ايڊيٽر ۽ نگرانِ اعليٰ

پروفيسر ڊاڪٽر فهميده حسين



سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، سنڌ

2011ع

سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي اشاعتي سلسلي جو ڪتاب نمبر (164)


ڪتاب جو نالو: انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد ٽيون
ڇاپو پهريون: مارچ 2011ع
ڇپيندڙ: پروفيشنل پرنٽرس، ڀرڳڙي روڊ، هيرآباد، حيدرآباد، سنڌ.
ڇپائيندڙ: سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، سنڌ
تعداد: 2000
مُلهه: 1400/- روپيا

انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جو جلد ٽيون، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي سيڪريٽري،
تاج جويي،اداري جي آفيس، حيدرآباد سنڌ مان ڇپائي پڌرو ڪيو.

**Catalogue Reference**

**Encyclopaedia Sindhiana: Vol: 3**

**Sindhi Language Authority,**

**Hyderabad, Sindh, Pakistan**

**ISBN: 978-969-9098-40-6**

Encyclopaedia Sindhiana: Volume: 3



First Edition: March, 2011
Quantity: 2000
Price: Rs. 1400/-
Printed by: Professional Printers, Bhurgri Road, Hirabad, Hyderabad, Sindh.
Published by: **Taj Joyo**, Secretary, Sindhi Language Authority,
National Highway, Hyderabad, Sindh, Pakistan.
Phone: 92-22-9240050/53, Fax: 92-22-9240051
Website: www.sindhila.org, E-mail: sindhianacell@gmail.com, sindhila@yahoo.com

### ٽئين جلد جي عنوانن/ داخلائن بابت مشاورتي ڪميٽي

**ڊاڪٽر حبيب الله صديقي – پروفيسر سيد قلندر شاھ لڪياري – سيد حاڪم علي شاھ بخاري**

### انسائيڪلوپيڊيا سيل ۾ ڪم ڪندڙ جز وقتي ڊيٽا ڪليڪٽر

**عنبرين خاصخيلي • علي نواز آريسر • غلام رسول مگريو**

**شفيع محمد شاھ • ساجد زخمي چانڊيو • سيد سردار علي شاھ • علي رضا جروار**

**عثمان پنهور • عاطف حسين وگهيو • عزيز احمد سولنگي • امجد پليجو**

### مختلف مواد موڪليندڙ مهربان

- ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو (بدين)
- ڊاڪٽر نظير چارڻ (دادو)
- ڊاڪٽر اسد جمال پلي (عمرڪوٽ)
- عبدالله خان جيسر (لليا پتڻ)
- پروفيسر سرور سيف (پنو عاقل)
- ڊاڪٽر مخمور بخاري (هالا)
- ڊاڪٽر ابراهيم سنڌي (بلڙي شاھ ڪريم
- ذوالفقار علي قريشي (راڳي: حيدرآباد)
- محمد عرس 'اظهر' سولنگي (دادو)
- غلام نبي ناشاد (نوشهروفيروز)
- خليل احمد ڪوسو (ٽنڊو الهيار)
- جلال ڪوري (عمرڪوٽ)
- يارو مل امراڻي (چيلهار)
- محب علي رند (مقصودو رند)
- مير محمد پيرزادو (سڪرنڊ)
- عبدالحفيظ قريشي (حيدرآباد)
- محمد ادريس جتوئي (نوان جتوئي)
- عبدالجبار 'عبد' (شڪارپور)
- خادم حسين چانڊيو (شادي خان چانڊيو)
- ڊاڪٽر عبدالرسول قادري (دڙي مگسي، تعلقو سڪرنڊ)
- عزيز رانجهاڻي (جوهي)
- اصغر 'تنها' (سڪرنڊ)
- پير ڪرم الله انصاري (ماتلي)
- حافظ سخي مهراڻ (واوڙي، ٿرپارڪر)
- محمد عمير مهيسر (حيدرآباد)
- حڪيم غلام رسول لاڪو (مورو)
- تاج محمد شيخ (جيڪب آباد)
- شبير احمد گبول (جروار)

### ڪتاب ۽ تصويرون مهيا ڪندڙ

اشتياق انصاري • نفيس احمد ناشاد • سڪندر علي ميرزا • ذوالفقار علي قريشي

عامر پٽي (لائبررين سنڌي ٻولي اٿارٽي) • فياض احمد ميمڻ (قليج ڪتاب گهر)

### تصويرن، ڪتابن ۽ ٻئي مواد لاءِ ماخذ ادارا ۽ لائبرريون

- سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جو انفرميشن، رسورس ۽ ڊيٽابيس سينٽر
- شمس العلماءِ علامہ ڊاڪٽر دائود پوٽو لائبرري، حيدرآباد
- سنڌ ميوزيم، حيدرآباد
- محمد عثمان ميمڻ جي ذاتي لائبرري
- تاج جويي ۽ خاڪي جويي جون ذاتي لائبرريون

### گرافڪس

**تولارام سوٿهڙ**

### ڪمپوزنگ/ سيٽنگ

**محمد بخش ڀنگر – نظير احمد چانڊيو**

**سيده پارسا رضوي – فهدالرحمان لغاري**

### اشاعتي نگران

**خالد آزاد**
(انچارج ڊائريڪٽر پبليڪيشن ۽ پراڊڪشن بيورو)

**خان محمد جروار**
(انچارج پبليڪيشن آفيس)

### مارڪيٽنگ مئنيجر

**محمد ابراهيم ڪنير**

# ارپنا

جديد سنڌي ادب جي معمار

۽

سنڌ دوست ڏاهي

**محمد ابراهيم جويي**

جي نالي!

# ناشر پاران

سنڌ بابت سنڌيءَ ۾ دنيا جي پهرين ”انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا“ جو ٽيون جلد اوهان جي هٿن ۾ آهي. هن کان اڳ ۾ 2009ع ۾ پهريون جلد ۽ 2010ع ۾ ٻيو جلد پڌرو ڪري چڪا آهيون. انهن ٻنهي جلدن جي پذيرائي علمي ادبي حلقن کان سواءِ حڪومتي سطح تي پڻ ڪئي وئي آهي. پهرين ٻن جلدن جي مهورتي تقريب ۾، سنڌ اسيمبليءَ جي اسپيڪر ۽ ان وقت جي وقتي گورنر نثار احمد کهڙي ۽ وڏي وزير محترم قائم علي شاهه، هن ڪم کي نه صرف ساراهيو، بلڪ ان کي مثالي قرار ڏنو. . ملڪ جي سنڌي، اردو ۽ انگريزي اخبارن، وڏين سرخين سان هن ڪم کي مڃتا ڏني ۽ اهڙي عاليشان ڪتاب جي ٻن جلدن ڇپرائڻ تي سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ کي مبارڪون ڏنيون. . آءٌ پانيان ٿي ته اها سموري ساراهه انسائيڪلوپيڊيا پراجيڪٽ جي ڪارڪنن لهڻي، ڇاڪاڻ جو اهي صبح کان رات تائين ٻن شفٽن ۾ پنهنجو نُور نچوئي مواد (data) تيار ڪن ٿا ۽ پنهنجي سربراهه حوالي ڪن ٿا؛ جيڪو پاڻ ڏسي، پوءِ ايڊيٽرن ڏانهن اماڻي ٿو. ان کان سواءِ ڪيترو ئي مواد سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان ريسرچر ڏياري موڪلين ٿا، جيڪو پڻ ساڳين مرحلن مان گذري ٿو. هن رٿا جي ايڊيٽرن کي به جس هجي، جيڪي موضوعن جي مناسبت سان پنهنجي مهارت کي استعمال ڪندي، انهيءَ مواد کي درست ڪن ٿا. ان کان پوءِ اسان پاڻ اُن جي سوڌ سنوار ڪري ڪمپوزنگ ۾ ڏيون ٿا. ڪمپيوٽر آپريٽرن، پروف ريڊرن، ڪمپيوٽر ڊزائينرن کان وٺندي پرنٽر تائين هرڪو ڪارڪن هن ڪم کي ٻنهه پنهنجي ذاتي ڪم وانگر پوري دلچسپي ۽ تندهيءَ سان ڪري ٿو. اهو ٽيم ورڪ ئي آهي، جنهن سان اهو ممڪن ٿي سگهيو ته اسين اڍائي سالن جي مختصر عرصي ۾ ايڏا ضخيم ٽي جلد ڏئي سگهيا آهيون ۽ چوٿون جلد به تقريباً تيار آهي. . اميد اِها آهي ته 2011ع جي پڇاڙيءَ تائين چوٿون ۽ پنجون جلد به ڇپجي پڌرا ٿي ويندا.

اسان کي ان ڳالهه جي به خوشي آهي ته پهرئين جلد جي شايع ٿيڻ تي جتي اسان کي تعريفن ۽ مبارڪن جا سوين پيغام ۽ خط مليا، اتي تعميري تنقيد به ٿي؛ جنهن سان اسان ٻئي جلد کي بهتر بنائي سگهيا سين ۽ ان ۾ رهجي ويل داخلائن جو ضميمو به شامل ڪيوسين. ٻئي جلد ۾ رهجي ويل اهم داخلائون يا ڪي غلطيون هن جلد ۾ درست صورت ۾ ضميمي ۾ ڏنل آهن ۽ اميد آهي ته ايندڙ جلدن ۾ غلطين جو امڪان اجا گهٽ ٿيندو ۽ ائين وک اڳتي وڌندي رهندي. هونئن به اهو سياڻپ آهي ته ڪنهن سرزمين تي ڪچي مٽيءَ ۾ زورائتو قدم رکبو آهي ته ڏُوڙ ضرور اُڏامندي آهي ۽ اُها ڪن ماڻهن کي اکين ۾ به ضرور لڳندي آهي.... پر جيئن جيئن ان تي ٻيا قدم پوندا آهن ته مٽي ويهي رهندي آهي ۽ اُتي هڪڙو دڳ گهَڙجي ويندو آهي، هڪڙي واٽ ٺهي پوندي آهي، جنهن تي سولائيءَ سان هلي سگهبو آهي.... اسان هڪ واٽ گهَڙي ورتي آهي، جيترو پنڌ اسان جي ڀاڳ ۾ آهي، اسين ڪنداسين. باقي ٻيا اچي اهو دڳ سنڀاليندا ۽ پنهنجي منڙي ماءُ ٻوليءَ جو دامن وسيع کان وسيع تر ڪندا.

مون کي اميد آهي ته سنڌ جا سجاڻ طبقا هن جلد جي پذيرائي به ساڳيءَ ريت ڪندا ۽ ان بابت پنهنجي راءِ کان پڻ پنهنجن خطن ۽ پيغامن ذريعي آگاهه ڪندا ته ٿورائتي رهندس.

**پروفيسر ڊاڪٽر فهميده حسين**

19 فبروري 2011ع

# محبت پائي مَن ۾...

▣ انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جو ٽيون جلد پيش ڪندي، دل چاهي ٿي ته انهن سمورن سنڌي عالمن کي خراج تحسين پيش ڪجي، جن عرب دور کان پوءِ سنڌي الف - ب تيار ڪري، صدين کان وٺي سنڌي ٻوليءَ کي نه رڳو تعليم جو ذريعو بنايو پر ان جي دامن ۾ علم ۽ ادب، ڏاهپ ۽ ساڃاهه جو وسيع ذخيرو ڇڏيو آهي. انهن عالمن جو احسان وسارڻ به تاريخ سان زيادتي ٿيندي، جن انگريز دور ۾ مروج سنڌي الفابيٽ کي جديد تشڪيل ڏني، ان ڳالهه کي ممڪن بنايو ته سنڌي علم ۽ ادب جي اشاعتَ، شاهه جي رسالي کان وٺي هن انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا تائين ڪاميابيءَ سان سفر ڪيو آهي.

انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جي پهرئين جلد جو انتساب، اسان سنڌي ٻوليءَ جي انهن بزرگن ۽ ڏاهن جي نالي ڪيو هو، جن سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جو خواب ڏٺو هو ۽ اها اڄ ساپيان روپ ۾ موجود آهي. ٻئي جلد جو انتساب سنڌ جي سدا بهار شخصيت تنوير عباسيءَ جي نالي ڪيو ويو هو، جيڪو نه رڳو اٿارٽيءَ جي قيام کان وٺي زندگيءَ جي آخري پساهن تائين ان جي بورڊ آف گورنرس جو ميمبر رهيو، پر انسائيڪلوپيڊيا جو خاڪو به اُن تيار ڪيو هو ۽ اڄ انسائيڪلوپيڊيا ساپيان روُپ ۾ سنڌي ماڻهن جي آڏو آهي.

اسان انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جي هن ٽئين جلد کي جديد سنڌي ادب ۽ سماج جي معمار ۽ ڏاهي، سائين محمد ابراهيم جويي جي نالي ڪيو آهي، جنهن سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي قيام بابت سنڌ حڪومت لاءِ هڪ اپيل تيار ڪئي هئي، جنهن تي سيد غلام مصطفيٰ شاهه، پير حسام الدين راشدي، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، ڊاڪٽر غلام علي الانا، ڊاڪٽر تنوير عباسي، ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي سميت 55 عالمن ۽ اديبن جون صحيحون هيون، ۽ اها اپيل 14 سيپٽمبر 1981ع تي اڳوڻي گورنر ۽ ان وقت جي سينئر منسٽر مير رسول بخش ٽالپر ۽ تعليم، ثقافت ۽ قانون جي صوبائي وزير سيد غوث علي شاهه کي، سيد غلام مصطفيٰ شاهه، صدر سنڌ مدرسه بورڊ جي اڳواڻيءَ ۾ پيش ڪئي وئي هئي. ان بعد جويي صاحب 1989ع ۾ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي قاعدن ۽ قانونن جو ڊرافٽ نوٽيفڪيشن به تيار ڪري سنڌ حڪومت کي موڪليو هو. 26 جون 1990ع تي حڪومت سنڌ پاران "سنڌي لئنگئيج ڊيولپمينٽ بورڊ" جو نوٽيفڪيشن جاري ٿيو جنهن موجب محترم سراج ميمڻ کي چيئرمئن ۽ ڊاڪٽر شمس الدين عرساڻيءَ کي سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو هو پر سراج ميمڻ ۽ عرساڻي صاحب اهو چئي ڄاڻايل عهدا قبول نه ڪيا هئا ته سنڌ جو متفقه مطالبو آهي ته "مقتدره قومي زبان" (National Language Authoriry) وانگر "سنڌي لئنگئيج اٿارٽي" قائم ڪئي وڃي.

اٿين سيد غلام مصطفيٰ شاهه، محمد ابراهيم جويي ۽ سراج صاحب جي ڪوشش سان، پيپلزپارٽيءَ جي عوامي حڪومت، "سنڌي لئنگئيج ڊيولپمينٽ بورڊ" وارو فيصلو اڳتي هلي تبديل ڪيو ۽ "سنڌ ايڪٽ 1972ع" (سنڌي ٻوليءَ جي سکيا، ترقي ۽ استعمال" ۽ "سنڌ (ترميمي) ائڪٽ 1990ع" (سنڌي ٻوليءَ جي سکيا، ترقي ۽ استعمال) هيٺ، 1991ع ۾ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جو قيام عمل ۾ آندو، جنهن جو پهريون چيئرمئن سنڌ جي عظيم محقق ۽ عالم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ کي مقرر ڪيو ويو، پر اٿارٽيءَ جي مقصدن ۽ جوڙجڪ جو خاڪو، ٿورين ترميمن سان ساڳيو محترم محمد ابراهيم جويي وارو ئي رکيو ويو آهي.

بهرحال، اٿارٽيءَ، پنهنجو سفر جيڪو ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي دور کان شروع ڪيو هو اڄ ڊاڪٽر فهميده حسين جي دور تائين پهچندي، ان دوران ڪافي ڪاميابيون حاصل ڪيون آهن. اٿارٽيءَ جي پڌرنامي (مقصد ۽ جوڙجڪ) جي شق 2 جي نقطن (ج) ۽ (ز) تي موجوده انتظاميه مڪمل طور عمل ڪري چڪي آهي. "دفتري لغت" ۽ "انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا" جي ٽن جلدن جو ڇپجي پڌرو ٿيڻ اُن جو وڏي ۾ وڏو ثبوت آهي، جڏهن ته اُن جي چوٿين ۽ پنجين جلد جو ڪم به تيزيءَ سان جاري آهي. وڌيڪ خوشيءَ جي ڳالهه اها آهي ته انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جي نظرثاني ٿيل اسڪيم (Revised PC- I) پڻ موجوده عوامي حڪومت جي وڏي وزير سيد قائم علي شاهه ۽ وزير ثقافت محترمه سسئي پليجو جي فراخدلانه ڪوشش سان منظور ٿي چڪي آهي، جنهن موجب انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جا اڃا وڌيڪ 10 جلد تيار ٿيڻا آهن.

علمي ۽ ادبي حلقن وٽان هن اهم ۽ تاريخي ڪم جي جيڪا آجيان ٿي آهي، ۽ اُن سان گڏ سنڌ ۽ پاڪستان جي انگريزي، سنڌي ۽ اردو اخبارن: The Post ،The Nation ، The Statesman (Peshawar) ،Dawn، عوامي آواز، جنگ (اردو)، ايڪسپريس (اردو)، ڪاوش، عبرت، سوڀ، مهراڻ، شام، سنڌ، هلال پاڪستان، ڪوشش ۽ تعمير سنڌ وغيره ۾ خطن، مضمونن، ڪالمن، ايڊيٽوريلن توڙي مختلف چئنلن: ڪي. ٽي. اين، مهراڻ ٽي. وي، آواز ٽي. وي، سنڌ ٽي. وي، اي. آر. واءِ ٽي. وي، ڊان نيوز، آج نيوز، ڌرتي ٽي. وي، ڏوهر ٽي. وي، ايڪسپريس نيوز وغيره تي خبرن ۽ رپورٽن ذريعي انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جي جيڪا پذيرائي ٿي آهي، ان اسان جا نه رڳو حوصلا وڌايا آهن، پر اُن سان هن اسڪيم ۾ ڪم ڪندڙ ڪارڪنن جي به وڏي همت افزائي ٿي آهي.

ان ڏس ۾ هتي آءٌ مختصر مثال پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪريان ٿو:

▣ In view of the dearth of Pedagogical and reference literature in Sindhi Language, the publication of Encyclopedia Sindhiana is an extremely significant contribution. The Process of the compilation of this monumental task is also an important mention in the annals of Sindh's Literary Producitons.

(**Dr. Ghazala Rehman Tariq**, Karachi: Dawn, Dec, 9, 2010)

▣ We must appreciate the efforts of the Sindhi Language Authority in general without hesitation. No doubt, there is always room for improvement..., No doubt, the Encyclopaedia Sindhiana will widely be used for reference and educational purposes. Let us hope that the Sindh Government would continue supporting till its completion. (**Mohammad Khan Sial,** Karachi: Daily Dawn Karachi, The Post, The Nation, The Statesman Peshawer, 2, 3 Nov. 2010)

▣ ایک طرف آرٹس کاؤنسل میں اردو کا میلہ لگا ہوا تھا اور دوسری طرف شہر میں سندھ کا یوم ثقافت منایا جا رہا تھا۔ 4 دسمبر کو سندھی زبان و ادب کے ایک نہایت اہم کام سے لوگ روشناس ہو رہے تھے۔ یہ 'انسائیکلوپیڈیا سندھیانا' کی پہلی اور دوسری جلد کی تقریب اجرا تھی، جو وزیراعلیٰ سندھ سید قائم علی شاہ کے ہاتھوں انجام پائی۔ مجھے اس تقریب میں شرکت کرنی تھی، میں نے ڈاکٹر فہمیدہ حسین اور تاج جویو سے وعدہ کیا تھا، لیکن جب میں نے آرٹس کاؤنسل سے نکل کر سندھیانا کی تقریب میں پہنچنا چاہا، تو ہزاروں لوگ ڈھول کی تھاپ پر اور گیت کے آہنگ پر رقص کر رہے تھے، آس پاس کی تمام سڑکیں لوگوں سے چھلک رہی تھیں اور جوش میں بھرے ہوئے لوگ سندھ کی ہزاروں برس پرانی تاریخ اور ثقافت سے اپنا پیمان وفا تازہ کر رہے تھے۔۔۔ فہمیدہ حسین قابل مبارکباد ہیں کہ انہوں نے اپنے ساتھیوں کی مدد سے اس مشکل کام کو ایک شکل دی اور انسائیکلوپیڈیا کی دو جلدیں ہمارے سامنے ہیں۔

(**زاہدہ حنا:** کراچی: 'ادب و ثقافت کی رنگارنگ محفلیں'؛ روزنامہ ایکسپریس، 6 دسمبر 2010)

▣ سنڌ جي علمي ادبي تاريخ جو هي نهايت ئي منفرد ڪم آهي، جنهن ۾ چڙهه ته ڪُوزي ۾ سمنڊ سمايو ويو آهي. انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا ۾ سنڌ جا سمورا ثقافتي رنگ شامل ڪرڻ جي ڪوشش ڪيل آهي.

(واحد پارس: ڪالم: 'نئون نظارو نينهن جو' - روزانه عبرت، 4 ڊسمبر 2010ع)

▣ آج کی جو خوشخبری بھی ثقافتی دن کے حوالے سے ہے، وہ یہ کہ مقتدرہ سندھی زبان کی جانب سے سندھی زبان میں پہلی جامع انسائیکلوپیڈیا سندھیانا شایع ہو گئی ہے، جس کی تقریب رونمائی آج کراچی کے ایک مقامی ہوٹل میں کر دی گئی۔ وزیراعلی سندھ سید قائم علی شاہ اور قائم مقام گورنر نثار احمد کھوڑو نے افتتاحی تقریب سے خطاب کرتے ہوئے انسائیکلوپیڈیا سندھیانا کو سندھ کے لئے ایک تحفہ قرار دیا۔ اس موقع پر سندھی لنگنگج اتھارٹی کے لئے فنڈز کا اعلان بھی کیا گیا۔ (**جیو نیوز:** 4 دسمبر 2010)

▣ ٻاٽ اونداهي دور ۾ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ پاران سنڌي ٻوليءَ ۾ انسائيڪلوپيڊيا جا ٻه جلد مارڪيٽ ۾ آڻڻ ۽ ٽئين جلد لاءِ اخبار ۾ اشتهار ڏئي ڇپائيءَ لاءِ ٽينڊر گهرايا ويا آهن. جتي سڀ ادارا پنهنجون ناڪاميون لڪائي رهيا آهن، اتي سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي طرفان لڳاتار ڪتاب آڻڻ ۽ مسلسل ڪم جاري رکڻ ۽ تيزيءَ سان اڳتي وڌڻ جي ڪري پنهنجي لاءِ اهڙا نقش ڇڏي رهيو آهي، جيڪو اسين سمجهون ٿا ته ٻين ادارن لاءِ مشعل راهه آهي.“ (ايڊيٽوريل : عوامي آواز ڪراچي 2010.12.13)

- اهڙيءَ طرح نوجوان اديبن زيب سنڌي (ڪاوش)، ذوالفقار هاليپوٽو (روزاني سوڀ)، نظير احمد ڀنڀري (عوامي آواز) ڪالمن ۽ مضمونن ذريعي ۽ محترم ولي رام ولڀ، ڊاڪٽر نظير احمد چارڻ، مفتي محمد رحيم سڪندري (مهتمم جامعه راشديه پير جو ڳوٺ)، اشتياق انصاري، اوم پرڪاش سوٿڙ اعجاز شيرازي (دادو)، حڪيم غلام رسول لاکي (ايڊمنسٽريٽر مهراڻ طبيه ڪاليج مورو)، پروفيسر اعجاز علي شاهه رضوي، عبدالجبار عبد (شڪارپور)، گوهر سنڌي (رستم)، امتياز منگي، ڄاموٽ حاجي خان چاچڙ، عبدالستار ڪوريجي، شبير حسن گبول، محمد طالب ڀرٽ، محب علي رِند ۽ ٻين ڪيترن مهربانن خطن/ اِي ميلن ذريعي هن تاريخي ڪم جي جيڪا تعريف ڪئي آهي، ان لاءِ اسان سندن ٿورائتا آهيون. اهڙيءَ طرح اسان جي بزرگ ڊاڪٽر نواز علي شوق، محترم گل محمد عمراڻي، غلام نبي چنا، خير محمد ٻرڙي ۽ ٻين جي تنقيدن کي آڏو رکي اسان انسائيڪلوپيڊيا جي هر جلد کي بهتر کان بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهيون.

هي هڪ مشڪل ۽ محنت طلب ڪم آهي، پر اسان جي ڪارڪنن هن ڪم ۾ محنت سان گڏ پنهنجي ماءُ ٻوليءَ سان محبت وارو جذبو به قائم رکيو آهي، جيڪڏهن اهل سنڌ جي اها همت افزائي قائم رهي، ته سنڌي لئنگئيج اٿارٽي پنهنجي هدف کي مڪمل ضرور ڪندي.

26 فبروري 2011ع

- تاج جويو

4 ڊسمبر 2010 تي سنڌ حڪومت جي ملهايل 'ثقافتي ڏينهن' تي، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ

پاران ڪراچيءَ ۾ 'انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا' جي مهورتي تقريب جون جهلڪيون






جناب نثار احمد کهڙو، سيد قائم علي شاهه، محترمه سسئي پليجو، محترم سرفراز راجڙ، ڊاڪٽر غلام علي الانا، ڊاڪٽر فهميده حسين تقريب کي مخاطب



# انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا شعبو


ڊاڪٽر فهميده حسين


تاج جويو


محمد عثمان ميمڻ

## تحقيقي عملو


شوڪت چاچڙ


صفدر حسين ميرزا


عامر سيال


واحد پارس هيسباڻي


هيمون ڪالاڻي


عنبرين خاصخيلي


شفيع محمد شاهه


سيد سردار شاهه


علي نواز آريسر


غلام رسول مگريو


ساجد چانديو


علي رضا جروار

## ٽيڪنيڪل عملو


تولارام سوٿهڙ


نظير احمد چانديو




محمد بخش ڀنگر


فهدالرحمان لغاري

# اِنسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا

جلد ٽيون (پ ۽ ج)




# سورهہ سنڌي ادب




## صاحب خان ”سورهہ“ ميراڻي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488

# پ

**پاٻٽي:** ماتلي ۽ ڏگهڙي تعلقن ۾ ديهن جو نالو.

**پاٻوڙو:** ضلعي سانگهڙ جي تعلقي شهدادپور جي هڪ ديهه، جنهن ۾ بنگل زرداري، لطف علي مري، رستم چانڊيو نظر علي مري، حاجي رسول بخش بروهي، حاجي خان خاصخيلي، محمد صالح زرداري، حاجي ميوو ليکي، غلام مصطفيٰ ۽ رسول بخش ليکي، مغيرين جو ڳوٺ، شفيع محمد کيريو پيربخش خاصخيلي، الهجايو مري، دين محمد زرداري، محمد عظيم بروهي، برهان بروهي ۽ الهه ڏنو زرداري ڳوٺ شامل آهن.

**پاٻوڙو/ پٻڻ جو پن:** پٻڻ جي پَن کي پاٻوڙو چوندا آهن. هي پن ول جي چيڙي ۾ ٿالهيءَ جيڏا ڏانديءَ جي چيڙي ۾ ٿيندا آهن. هن جي ڏانديءَ کي ترو يا ڳنڍ چوندا آهن. تري جي چوٽيءَ ۾ هڪ وڏو پن ٿيندو آهي، جيڪو پاڻيءَ جي مٿاڇري تي ترندو رهندو آهي. جتي پٻڻ پوکيل هوندي آهي، اتي جو پاڻي پٻڻ جي پنن سان ڍڪيل هوندو آهي. پنن جي وچ ۾ پٻڻ جا گل سهڻا لڳندا آهن. جن کي ڪنوَل جا گُل چئبو آهي. حقيقت ۾ پٻڻ هڪ آبي ٻوٽو آهي، جنهن جي پن کي پاٻوڙو، گل کي ڪنول ۽ پاڙ/ ڳنڍ کي بهَه چوندا آهن. پاٻوڙو گول شڪل جو هوندو آهي، جنهن جو قطر ڏيڍ فٽ کن ٿيندو آهي. هڪ تري ۾ رڳو هڪ پاٻوڙو ٿيندو آهي ۽ پٻڻ جي ٽڪيءَ واري ڏاندي جدا هوندي آهي. بهَه پاڃيءَ طور رڌي يا پُچي کائبو آهي. پٻڻ جي ٽڪي يا 'ڏاجون' ڦل طور کائبي آهي. ٽڪي ڪچي کائبي آهي، پر پڪيءَ جا ڏوڏا ڪڍي ٻج طور رکبا آهن. پٻڻ جو ڪُم به ميوي طور کائبو آهي. 'پاٻوڙو' لفظ شاهه لطيف به پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪيترن هنڌن تي ڪتب آندو آهي. مثال طور:



ڳُنڊَ جنين جي ڳوڙ ۾، پاٻوڙا پوشاڪ،
اُنين جي اوطاق، راجا ريجهي آئيو

**پاٻُو ويرو:** ضلعي ٿرپارڪر جي تعلقي ڇاڇري ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ واهرپيل، ڳرڙيو پاڏاڙي، پاٻوويرو، سکي جوتڙ پيرجوتڙ ۽ ٻيا ڳوٺ شامل آهن.

**پاٻوهر:** ضلعي ٿرپارڪر جي تعلقي مٺيءَ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ پاٻوهر، ڪاڪ، گڙهسيٽ، ڪارو بجير، پارمليو راٺي جوتڙ ۽ ٻيا ڳوٺ شامل آهن.

هن نالي سان مٺي تعلقي جو هڪ اهم ڳوٺ 5000 کان مٿي آدم شماريءَ تي مشتمل به آهي جتي ڇهه پرائمري بوائز ۽ گرلس اسڪول ۽ هڪ برانچ هاءِ اسڪول آهي. هتي مينگهواڙ، ٺڪر، اُڏيجا، سوٽهڙ ۽ ٻيون ذاتيون رهن ٿيون. ڳوٺ جي چوڌاري وڏي وٽڪار آهي، جنهنڪري هتي مور تمام گهڻا ٿين ٿا. وسڪاري ۾ پاٻوهر جي ترائيءَ ۾ مٺيءَ ۽ ٻين هنڌن تان ڪيترا ماڻهو تفريح طور ايندا آهن. مشهور بزرگ پاربرهم فقير جو مَقام هتان کان اَڌ ميلن جي پنڌ تي آهي. ان حساب سان پاٻوهر، مٺي ۽ پاربرهم جي وچ تي آهي. پاربرهم جي ميلي تي ويندڙ سوين ماڻهن جون 'چڙيون' (ٽوليون) هتان گذرنديون آهن. پاٻوهر جي مشهور استادن ۾ مرحوم جان محمد اديجو، ڪينئرو مل، چيلارام ۽ هرچند شامل آهن.

**پاٻيڙو ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ گنجي ٽڪر جي اوڀر ۾ حيدرآباد بدين روڊ تي ٽنڊي محمد خان ضلعي جي شهر ڪٽڙ لڳ آهي. جيئن ته هيءَ ڍنڍ ڪلريءَ سان لڳي ٿي، ان ڪري هن کي "ڪلري ڍنڍ" پڻ سڏيو وڃي ٿو گنجي ٽڪر جو پاڻي هن ڍنڍ ۾ اچي پوندو آهي. هن ڍنڍ ۾ پٻڻ جام ٿئي، جنهنڪري هن کي پاٻيڙو ڍنڍ سڏيو وڃي ٿو.

**پات:** پات، ڪڇيءَ جي ڦرهن مان ٺهيل هڪ وڏي پاٽيلي ڇٻي کي سڏيندا آهن. جنهن ۾ پڪل ڪجي/ ڪتل رکبي آهي ته خراب نه ٿيندي آهي. هڪ پات ۾ مڻ سوا ڪتل رکي سگهبي آهي. واپاري ڪتل جا پات سودائي مختلف شهرن ۾ موڪليندا آهن ۽ اها ڪتل دڪانن تي وڏي عرصي تائين خراب نه ٿيندي آهي. خيرپور ضلعو ڪجيءَ جي پيداوار جو وڏو مرڪز آهي، هتي پات جو استعمال گهڻو ٿئي ٿو.

**پَاتا:** پاتا راڄپرن جو هڪ پاڙو آهي، جيڪي نسلي طور سماٽ آهن.

**پَاتا²:** تعلقي ڪوٽ ڏيجيءَ جي ديهه، جنهن ۾ حاجي امام بخش پلهه، پليڏنو سولنگي، عمرپٽي، حاجي محمد لائق پاتو ۽ خان محمد ڳاهو ڳوٺ شامل آهن.

**پاتارُ/ پاتال:** کوهه، درياهه يا سمنڊ جي اونهي تر کي پاتار چيو وڃي ٿو مثال طور چوندا آهن ته: "درياهه پاتارئون تار آهي" يعني تر کان وٺي ڪنارن تائين تار ڀيو وهي. ٻيو مثال: "کوهه پاتاريو آهي"، يعني کوهه ايترو هيٺ اونهو آهي، جو ان ۾ پاڻي نارن مان پيو اچي. کوهه جو پاتار ويهه فوٽ به ٿئي، سؤ فوٽ به ٿئي، ته ٻه سؤ فوٽ به ٿئي. شاهه جي بيت جي هڪ سٽ آهي ته:

"پيو جو پاتار، سو ڪيئن پسڻ کان پالهو رهي".

عام طرح زمين جا ست طبق چيا وڃن ٿا ۽ سڀ کان هيٺئين تر کي پاتار يا پاتال چوندا آهن.

**پاتارُ²:** ضلعي حيدرآباد جي تعلقي ٽنڊي محمد خان ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

الهداد ڳاهو، عالم خان ٽالپر پٽي ڳوٺ، غلام حسين ٽالپر، جڙيو ڪنوڙا، گمبن جو ڳوٺ، ڪوٽ وزير علي ۽ خدا بخش.

**پاتاريا:** مينگهواڙن جي هڪ نُک، جيڪي چمڙي جون شيون ٺاهيندا آهن.

**پاتال/ پاتال بندر:** سنڌو درياهه جي چوڙ وٽ موجوده ٺٽي ضلعي جي قديم دور جو هڪ شهر ۽ بندر، جيڪو هڪ وڏو واپاري مرڪز هو. هتان درياهه ٻه شاخون ٿي وهندو هو 325 ق. م ڌاري سنڌ تي سڪندراعظم جي ڪاهه وقت اهو "پاتال" بندر نالي مشهور هو جنهنڪري يونان جي تاريخ نويسن ان جو تفصيل سان بيان ڪيو آهي. سڪندراعظم هت گودي به ٺهرائي هئي. ميجرجنرل هيگ پنهنجي ڪتاب "دي انڊس ڊيلٽا ڪنٽري" ۾ ڄاڻايو آهي ته "حضرت سليمانؑ جي وقت ۾ دنگيون ۽ جهاز سنڌونديءَ جي پاتال بندر وٽ اچي بيهندا هئا. هت سنڌوندي اچي چوڙ ڪندي هئي ۽

مصر ملڪ جا جهاز پاتال بندر تائين ايندا هئا. هن قديم شهر ۽ بندر جا آثار ڪيٽي بندر ۽ شاهبندر جي لڳ سرڪاڻي ڪريڪ ۾ پٽيل آهن. پر ڪڏهن ڪڏهن سمنڊ جي ويرن لهڻ چڙهڻ مهل نظر ايندا آهن. هي سورج ونسي گهراڻي ۽ سنڌو تهذيب جو اوائلي بندر آهي. درياهه جي هڪ شاخ جيڪا شاهبندر ڏانهن ويندي هئي، جنهن تي شاهه ڪپور طرف اهو بندر هو. جنرل هيگ ساڳئي ڪتاب جي صفحي 20 تي لکيو آهي ته اڪشواڪو ڪُل وارا هن بندر تي رهندا هئا. اڪشواڪو سورج ونسي گهراڻي جو پهريون بادشاهه هو جيڪو گوتم ٻڌ جي پيءُ 'اِلا' سان پڙڏيل هو.




**پاتال ۾ بغاوت** (ڪتاب): پاڪيٽ سائيز ۾ ڇپيل هيءُ ننڍو ناوليٽ، سنڌي زبان جي نامياري ڪهاڻيڪار ۽ ناول نگار منير احمد ميمڻ "مانڪ" جو لکيل آهي. هن جو پهريون ڇاپو 1977ع ۾ آڪر پبلشنگ ايجنسي حيدرآباد مان ڇپائي پڌرو ڪيو هو. 80 صفحن تي مشتمل هن ناوليٽ جي قيمت 4 رپيا آهي. هي ناول سسپنس جي ڏند ڪٿائي قصي تي آڌاريل آهي.

**پاتالي پٿر** (Granite): هيءُ پٿر بيحد سخت، آتشي ۽ داڻيدار بلوري پاتالي ٽڪر جو قسم آهي، جنهن جو رنگ خاڪي ۽ گلابي مائل ٿئي ٿو. هن پٿر کي گرينائيٽ به چيو وڃي ٿو. هن ۾ سرخ قلمي ڌاتو (Feldspar)، بلوري پٿر (Quartz)، Mica ۽ Magma جي وڏي مقدار ۾ ميلاپ بعد آهستي آهستي ٺهڻ سان ٺهندو آهي. هي پٿر گهڻو ڪري عمارتسازيءَ ۾، خاص طرح سان اڏاوت جي ٻاهرين سطح کي چلڪائي سينگارڻ لاءِ استعمال ڪيو آهي. البت هن ۾ جيڪو ابرق ۽ فيلسپر جو عنصر موجود هوندو آهي، سو ڪيميائي


ٿرپارڪر ۾ موجود پاتالي پٿر (گرينائيٽ)

ڦير گهير جي ڪري موسمي اثرن کي گهڻو اندر وڃڻ کان روڪي نٿو سگهي.

سنڌ جي ٿرپارڪر ضلعي ۾ واقع ڪارونجهر جبل ۾ به گرينائيٽ پٿر موجود آهي، جيڪو 40 چورس ڪلوميٽرن ۾ پکڙيل آهي ۽ 1450 کان 1500 فوٽن جي اوچائي تائين ملي ٿو. ڪيترن سالن کان ڪارونجهر ۾ موجود گرينائيٽ کي ڊائناميٽ ذريعي ٽوڙي، ٽرالرن ذريعي ملڪ جي وڏن ڪارخانن ڏانهن موڪليو وڃي ٿو جتان تراشجڻ بعد ٻين ملڪن ڏانهن در آمد ٿئي ٿو.

**پاتل**: هندو ڌرم سان واسطو رکندڙ ڪي ماڻهو ۽ خاص ڪري بنگال جا رهاڪو ڪنهن وڏيءَ دعوت، خيرات يا ڪنهن اهم موقعي تي دعوتين کي ڪاڏو وڻن جي ويڪرن پنن ۾ ڪارائيندا آهن. پاتل گيدوڙي، ڦاروي ۽ ٻڙ جي ويڪرن پنن مان ٺاهيا ويندا آهن. خاص ڪري ڀاڄي وغيره رکڻ لاءِ ٻڙ جي پن جي ڪنڊ موڙي، ڏونگهي وٽي ٺاهبي آهي، جنهن کي "ڏونو" چوندا آهن.

**پاتلي پوٺا**: ضلعي خيرپور جي تعلقي نارا جي هڪ ديهه جو نالو. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

مبارڪ علي پٽي بهادر ملو ٻاجن ٿس گل محمد پٽي جوڻو ٿس محمد سليمان آرائين ۽ بهار پٽي.

**پاتلي پوٺا**: پيڙهيءَ جو هڪ قسم.

**پاتم پٽ ڪٿا** (ڪتاب): هي ڪتاب پير ضياءُ الدين خيارويءَ نواب شاهيءَ جي شاعريءَ جو مجموعو آهي جنهن ۾ حمد، نعت، مرثيا، غزل ڪافيون وايون، بيت، گيت، نظم ۽ قطعا شامل آهن. هن ڪتاب کي عبدالرشيد لغاريءَ مرتب ڪيو آهي ۽ ان جو مهاڳ اصغر پٽي پرياڻيءَ لکيو آهي. جڏهن ته وسيم سومري، مير حسن لاڪي سيد امداد شاهه، قاضي محمد صالح 'غمخوار' جمال الدين مومن سيد شوڪت حسين شاهه، امير بخش پٽي حڪيم غلام رسول لاڪي عبدالحڪيم ارشد، سچڻ سنڌي، مسڪين ملاح، ولي الله 'خادم' ۽ حافظ محمد بخش




خاصخيليءَ جا تاثر شامل آهن. هن ڪتاب ۾ شامل شاعريءَ جا موضوع محبت، پيار، درد ۽ وڇوڙي تي ٻڌل آهن. ڪتاب ۾ ڪجهه اردوءَ ۾ شعر به شامل آهن. ڊيمي سائيز جي پڪي جلد سان ڇپيل هن ڪتاب ۾ 319 صفحا آهن ۽ اُن جي قيمت 350 رپيا آهي. هي ڪتاب سجاڳي پبلڪيشن حيدرآباد طرفان 2006ع ۾ شايع ٿيو.

**پاٽڻي**: پاٽڻي لفظ پتڻ مان ورتل آهي جيڪو ٻيڙين ذريعي پتڻ اُڪاريندڙ شخص لاءِ مخصوص ٿيل آهي. پاٽڻي ذات جا ماڻهن به آهن. جن کي آدماڻي ۽ درياهي به سڏيو وڃي ٿو. پاٽڻي ذات جا ماڻهو گهڻو ڪري درياهن جي ڪناري تي آباد آهن. جيڪي مڇي ماريندا ۽ ٻيڙيون هلائيندا آهن. ڪين پتڻ وارا/ پتڻ اُڪاريندڙ به چيو وڃي ٿو.

**پاٽڻي چارو**: 'چارو' يعني پيچرو. درياهه جي لهڻ چڙهڻ سان تڙ پيا بدلبا آهن ۽ ڪناري کان گهڻو هٽيل هوندا آهن. جنهنڪري مسافرن کي گپ چڪ ۽ ڌٻڻ مان پتڻ تائين پهچڻ مشڪل ٿي پوندو آهي. اهڙيءَ حالت ۾ پاٽڻي، پتڻ تي پهچڻ لاءِ سُڪل يا ڏاڍيءَ گپ تي چارو (پيچرو) ٺاهي، انهيءَ چاري تي 'لڪا نشان' ڪوڙي ڇڏيندا آهن ته جيئن نشانن وارو چارو ڏئي مسافر پتڻ واري هنڌ تي آسانيءَ سان پهچن. خاص ڪري سرءُ جي مند ۾ ڪٿي ڪٿي ڌٻڻ به هوندي آهي، انهيءَ ڪري پاٽڻي چارا ٺهرائيندا آهن ته جيئن چوپايو مال يا ڪو وهٽ ڌٻڻ ۾ ڦاسي نه پوي. اهڙي چاري يا پيچري کي 'پاٽڻي چارو' چئبو آهي.

**پاٽاري**: ٻهراڙيءَ جا ماڻهو زمين تي، ٺلهي وانگر ڪچهريءَ ڪرڻ لاءِ يا سمهڻ لاءِ هڪ جاءِ ٺاهيندا آهن. جنهن کي پاٽاري چوندا آهن.

ان کان سواءِ اها لڪل جڳهه، جتي چور اچي گڏ ٿين ۽ چوريءَ جو مال ٺهين، ان کي به "پاٽاري" چئبو آهي.

**پاٽاريدار**: چورن کي پناهه ڏيندڙ جنهن شخص وٽ چورن جي لڪڻ جو ٺاڪُ هجي يا اهو شخص، جيڪو چورن کان چوريءَ جو مال وٺي ۽ پُنگ ملڻ تي موٽائي ڏئي ته ان کي پاٽاريدار چئبو آهي. اهڙا پاٽاريدار عام طور پُنگ نه ڏيڻ جي حالت ۾ مال واپس نه ڪندا آهن.

**پاٽ**: پاٽ دادو ضلعي جو هڪ تاريخي شهر آهي، جيڪو سنڌو درياهه جي ساڄي ڪپ تي آڳاٽي دور ۾ وڏو بندرگاهه هو امڪان نظر اچي ٿو ته تاريخي طور تي "پاٽ" ڳوٺ جي اصل نالي ۽ قدامت بابت مختلف روايتون، اهڃاڻ ۽ هيئيان تاريخي اشارا ملن ٿا:

عام خيال مطابق ڳوٺ جو اصل نالو "پاتر" آهي، جيڪو ڪنهن راجا جي نالي پٺيان رکيو ويو. جنهن هيءَ ڳوٺ جوڙايو ليڪن ڪنهن به ذريعي سان پاتر بادشاهه جو احوال نه ٿو ملي. هڪ ٻيءَ روايت مطابق "پاتر" اصل فارسي زبان جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ "تخت" آهي. جيئن ته هيءُ شهر ڪنهن راجا جو تخت گاهه هو. اُن ڪري اُن تي "پاتر" نالو پئجي ويو ابجد جي حساب سان. هن نالي مان تعمير جو سال 403هه/ 1012ع به ڪڍيو ويو آهي. هڪ روايت مطابق "لوهم جي دڙي" کي اصل "پاٽ" قرار ڏنو ويو آهي. هن روايت جو بنياد سنڌونديءَ جا اهي وهڪرا آهن، جيڪي پيٽ مٽائيندا رهيا آهن. چون ٿا ته عروج واري وقت ۾ لوهم جي دڙي جي آبادي "پوتر" (پاڪ) جي نالي سان مشهور هئي، جڏهن درياهه پيٽ مٽايو ته هتان جي آبادي درياهه جي نئين وهڪري جي ڪناري تي، "نئين پوتر" نالي واهڻ ٺاهي آباد ٿي. ائين پوءِ اهو شهر "پوتر" مان "پاتر" ٿي ويو ساڳيءَ روايت ۾ اهو به اچي ٿو ته "لوهم جو دڙو"، "موهن جي دڙي" وانگر آرين يا مغربي لوڪن جي هٿان تباهه ٿيو ۽ آريا تهذيب هيٺ جيڪو نئون شهر آباد ٿيو ان جو نالو سنسڪرت زبان جي صورتخطيءَ هيٺ "پوترا" رکيو ويو جيڪو اڳتي هلي "پاترا" سڏجڻ ۾ آيو ۽ پوءِ "پات" يا "پاٽ" ۾ تبديل ٿي ويو سنڌ جي عالمن مان ڪن جو وري اهو رايو آهي ته اصل ۾ "پاتر" سنڌيءَ جي لفظ "پاٽ" جي فارسي صورتخطي آهي، جيئن ته فارسي ٻوليءَ ۾ "ٽ" جو اکر نه ٿيندو آهي، ان ڪري ان جو نعم البدل "تر" استعمال ڪيو ويو جيڪو "ٽ" جو قريب ترين اچار آهي. ٿي سگهي ٿو ته سنڌ جي تاريخي ماخذن جو فارسيءَ ۾ هجڻ هن غلط فهميءَ جو باعث بڻيو هجي، ۽ ڳوٺ جو اصل نالو "پاٽ" ئي هجي.

اهو نالو تڏهن پيو، جڏهن جام نظام الدين سمي (1461-1508ع) صوفي خانقاهه قائم ڪرڻ لاءِ شيخ عمر شهاب الدين سهروردي (1144-1734ع) جي اولاد مان شيخ شهاب الدين ثاني (1440-1501ع) کي جاگير ڏني هئي رهايو جنهن انهي درياهي بندر جو نالو "قبة الاسلام" رکيو پر جيئن ته جاگير جي ايراضي گول شڪل ۾ هئي، تنهنڪري عام ماڻهو انهيءَ کي ٺڪرجي گول ٿانوَ "پاٽ" جي نالي سان سڏڻ لڳا، جيڪو مروج ٿيو (تاريخ باب الاسلام سنڌ- 12، ڊاڪٽر حبيب الله صديقيءَ جي حوالي سان ص. 65-66).

آڳاٽي زماني ۾ هن درياهي بندر جو بمبئي، سورت، سري لنڪا ۽ بنگال سان سامونڊي ٻيڙن ذريعي واپار هلندو هو تاريخ معصوميءَ ۾ ڄاڻايل آهي ته "پاٽ" شهر ڪنهن زماني ۾ علم جو وڏو مرڪز هوندو هو هتي وڏا وڏا عالم ۽ مفتي رهندا هئا، جن مان جوڻيجا، ڇنا، صديقي ۽ انصاري خاندان جا ڪي فرد اهم هئا. انهن مان ڪي همايون جي سنڌ ۾ آمد (1541ع) بعد، هتان لڏي وڃي برهانپور ۾ رهيا ۽ ٻيا هتي ئي پاٽ ۾ رهيا. تاريخ جي مطالعي مان معلوم ٿو ٿئي ته شهنشاهه همايون (سال 1541ع)، حميده بيگم سان هن شهر ۾ شادي ڪئي هئي. ان کان سواءِ مرزا ڪامران جي شادي به مرزا شاهه حسن جي ڌيءَ ماهه چوچڪ بيگم سان پڻ پاٽ ۾ ٿي هئي.

موجوده دور ۾ به "پاٽ" جي سرزمين ڪيترائي عالم، فاضل پيدا ڪيا آهن. جن دنيا ۾ پنهنجو نالو روشن ڪيو انهن ۾ علامه آءِ. آءِ. قاضيءَ جو شمار ٿئي ٿو جيڪو سنڌ جو وڏو مفڪر عالم ۽ فلسفي هو جسٽس ذيد. اي. ڇنا، پروفيسر امينه خميساڻي، مشهور تعليمدان ڊاڪٽر حبيب الله صديقي ۽ سليم الله صديقيءَ جو تعلق پڻ پاٽ سان آهي. موجوده بيهڪ جي لحاظ کان پاٽ جو ڳوٺ/ شهر سنڌونديءَ کان هڪ ڪلوميٽر اولهه طرف ´28 °20 اتر ڊگهائي ڦاڪ ۽ ´68 °48 اوڀر ويڪرائي ڦاڪ تي دادو شڳرمل، پياري ڳوٺ کان ڇهه ڪلوميٽر اوڀر طرف واقع آهي. پراڻي پاٽ جو دڙو اتان کان هڪ ڪلوميٽر اوڀر طرف هڪ دڙي جي شڪل ۾ اڄ به موجود آهي.

**پاٽ**[2]: ٺڪر جو گول ٿانوَ جنهن جا مٿيان ڪنارا هلڪا وريل هوندا آهن. ٿالهه جهڙي هن ٺڪر جي ٿانوَ ۾ عورتون اڪثر اٽو ڳوهينديون آهن. جنهن جي بناوت اهڙي ڪان ڏيڍ انچ ٿلهي ٺڪر جي پڪل ٿانوَ گولائيءَ ۾ پٽين سان چٽيل ۽ اڻ چٽيل ٻنهي صورتن ۾ هوندي آهي. ڪنيارن جي ٺاهيل اها پاٽ اڄڪلهه گهٽ استعمال ۾ اچي ٿي. سنڌ جي ڳوٺن ۾ اڳي سنت ظهر جي رسمن ۾ ظهر دوران پاٽ تي ويهاريو ويندو هو ظهر جو ڪم اڳي حجام ڪندا هئا، پر اڄڪلهه ڊاڪٽر ڪن ٿا، تنهنڪري پاٽ جو اهڙو استعمال به ختم ٿي چڪو آهي. اهڙوئي ننڍو ٿانوَ پاٽڙي يا پاٽڙو سڏائي ٿو.

**پاٽ**[3]: ضلعي ۽ تعلقي دادوءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾: پاٽ وليچ، ڪلري، ملو واهڻ، چانڊيا، الهورايو چانڊيو، بهرام چانڊيو، محمد آباد، آندل چانڊيو، محرم چانڊيو، رحيم برهماڻي ۽ ڏاٽاڻي نالي ڳوٺ شامل آهن. مشهور ڊنڊ چڪڻ به هن ديهه ۾ آهي. هن ديهه جي اوڀر ۾ سنڌو درياهه آهي. پراڻي پاٽ جا آثار، محمد اسماعيل پنهور جو قبو (جيڪو قلندر شهباز جو صحبتي چيو وڃي ٿو) وغيره به هن ديهه ۾ آهن.

**پاٽ**[4]: هن نالي سان تعلقي شهدادڪوٽ ۾ به ديهون موجود آهن، جن اندر جدا جدا نالن سان هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ديهه نمبر- 1 ۾: ڪوٽ جلال خان ۽ عبدالغفور ڪوسو

ديهه نمبر- 2 ۾: ڳوٺ پسندخان مگسي، خميسو خان مگسي، عيسيٰ پور، نيڪ محمد مغيري ۽ خوشحال خان مگسي آباد آهن.

**پاٽائي، اسحاق قلندر سنڌي**: سنڌ جي پاٽ ڳوٺ ۾ هڪ بزرگ قلندر اسحاق سنڌيءَ نالي ٿي گذريو آهي، جنهن جي ابتدائي زندگيءَ جي حالتن بابت ته ڪا ڄاڻ گهٽ ملي ٿي. تذڪرن ۾ آهي ته قلندر اسحاق سنڌي، دنيا جي سير ڪرڻ لاءِ قلندري ويس ۾ ڳوٺان نڪتو، ڪيترا ويرانا ۽ وسنديون ووڙيائين، ملڪن جو سير ڪيائين ۽ حقيقتن ۽ اهميت وارين ڳالهين جو ادراڪ حاصل ڪري 859 هه/ 1455ع ۾ سير سفر ترڪ ڪري هندستان جي تاريخي شهر برهانپور ۾ شيخ طاهر بن يوسف سنڌي محدث پاٽائيءَ جي خدمت ۾ اچي رهيو ۽ ان بزرگ جي وصال 1003هه مطابق 1594ع تائين اتي ئي رهيو.

'گلزار ابرار' جي مصنف شيخ محمد غوثيءَ لکيو آهي ته: 1002هه مطابق 1593ع ۾ هن ذڪر ڪيل ٻنهي بزرگن سان ملاقات ڪئي ۽ ڪانئن فيض حاصل ڪيو هو وڌيڪ لکي ٿو ته: "شيخ اسحاق قلندر جي تصوف جو طريقو ارادي جي مضبوطيءَ ۽ استقامت وارو هو ۽ هن پنهنجي مرشد ۽ استاد شيخ طاهر جي وفات کان ست سال پوءِ 1010هه مطابق 1601ع ۾ لاڏاڻو ڪيو.

**پاٺائي، حبيب الله صديقي، ڊاڪٽر**: مشهور تعليم دان، شاعر ۽ عالم، ڊاڪٽر حبيب الله ولد قاضي ڪريم بخش صديقي، 17 شوال 1355ھ/ ڦهرين



جنوري 1937ع تي جمعي جي ڏينهن، سنڌ جي تاريخي شهر پاٽ شريف ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم، سنيالينڊڙن جي سرڪاري نوڪريءَ سبب سنڌ جي مختلف ڳوٺن ۽ شهرن جهڙوڪ: ٽڙڙي محبت، ٽنڊي رحيم خان، ٻڌاپور ۽ اڪڙي لڳ پٽوري ۽ پنهنجي ڳوٺ پاٽ ۾ حاصل ڪيائين. جتان 1953ع ۾ مئٽرڪ سيڪنڊ ڊويزن ۾ پاس ڪيائين، جنهن بعد ٽڙڙي محبت، سيتا روڊ ۽ پاٽ ۾ انگريزي ماستر ٿي رهيو ۽ پاٽ ۾ خانگي ثانوي اسڪول قائم ٿيڻ بعد ان سان وابسته رهيو. ان دوران ٿي. ڊي، بي. اي ۽ بي. ٽي جا امتحان پاس ڪيائين ۽ پنهنجي ڳوٺ جي وليج ڪائونسل جو چيئرمئن ۽ تعلقي ۽ ضلعي ليول تي ٺاهيل ڪاميٽين جو ميمبر ۽ ائڊوائيزر ٿي رهيو. انهيءَ زماني ۾ آمريڪا مان آيل هڪ محقق ڊاڪٽر جان هونيمن سان سندس تحقيق "Education and Career Specialization in a West Pakistan village of Renown" ۾ خاص مددگار ٿي رهيو. 1962ع ۾ سنڌ سرڪار جي تعليم کاتي ۾ سينيئر انگلش ٽيچر جي حيثيت ۾ ڀرتي ٿيو ۽ مڊل اسڪول ڪَڪڙ، ضلعي دادو ۾ هيڊماستر مقرر ڪيو ويو. جتان سنت بدلي ڪري سپروائيزر پرائمري اسڪولز (A.D.I.S) ڪري سيوهڻ تعلقي ۾ رکيو ويو. انهيءَ حيثيت ۾ دادو، حيدرآباد، هالا ڊويزن ۽ عمرڪوٽ بيٺن تي رهي ڪم ڪيائين ۽ انهيءَ دوران پاڪستان اڪيڊمي فار رورل ڊيولپمينٽ پشاور ۾ تربيت حاصل ڪندي، هڪ اسڪيم بعنوان "Providing Model Primary Schools in Rural Areas" پيش ڪيائين. ساڳئي عرصي ۾ او. ايس. ڊي طور ڪم ڪندي، هڪ اسڪيم تيار ڪيائين، جنهن جو عنوان هو "Revival and Revitalization of Compulsory Primary Education in Sindh".

حبيب الله صديقيءَ خانگي طور تي اعلي تعليم جاري رکندي، ايم. اي مسلم هسٽري (سيڪنڊ پوزيشن) ۽ ايم. ايڊ (فرسٽ ڪلاس، فرسٽ پوزيشن) ۾ پاس ڪري، سنڌ يونيورسٽيءَ کان گولڊ ميڊل حاصل ڪيو. 1972ع ۾ سڌي ڀرتيءَ ذريعي سب ڊويزنل ايجيوڪيشن آفيسر مقرر ٿيو جنهن حيثيت ۾ دادو ۽ حيدرآباد سب ڊويزنن تي رهي ڪم ڪيائين. ساڳئي وقت ڊئريڪٽوريٽ آف اسڪول ايجوڪيشن، حيدرآباد ۾ ڊپٽي ڊائريڪٽر ائڊمنسٽريشن طور ڪم ڪندو رهيو. سال 1979ع ۾ سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن طرفان کيس ڊسٽرڪٽ ايجوڪيشن آفيسر جي عهدي لاءِ ڦهرئين نمبر تي سفارش ڪيو ويو ۽ انهيءَ حيثيت ۾ جيڪب آباد، لاڙڪاڻي، نوابشاهه، حيدرآباد ۽ بدين ضلعن ۾ ڪم ڪيائين. جيڪب آباد ۾ ڊي. اي. او طور ڪم ڪندي، لاهور ۾ منعقد ائڊمنسٽريٽرس ورڪشاپ ۾ استادن لاءِ ضابطہ اخلاق "A Code of Ethics for the Teacher" مرتب ڪيائين ۽ کيس انهيءَ ڪم ڪي اڳتي وڌائڻ لاءِ پاڪستان جي چئني صوبن جو چيف ڪوآرڊينيٽر چونڊيو ويو. ساڳئي عرصي ۾ سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن طرفان ڪوٺايل تعليمي سيمينار ۾ سنڌ ۾ موجوده پرائمري تعليم جي نظام جي تاريخ ۽ ان بابت سفارشن تي مبني مقالو پيش ڪيائين. نوابشاهه ۾ اسڪائوٽس ۽ شهرين جي مدد سان اسڪائوٽ هيڊڪوارٽر تعمير ڪرايائين ۽ انهيءَ جي صلي ۾ کيس صدر پاڪستان طرفان 'اسڪائوٽ ميڊل' ڏنو ويو.

ان کان سواءِ پرنسپال ڪمپريهينسوِ هاءِ اسڪول خيرپورميرس ۽ پرنسپال اليمينٽري ڪاليج آف ايجوڪيشن دادو جي عهدن تي عهدن تي پڻ رهيو.

ڊاڪٽر حبيب الله صديقي، سنڌ جي مايہ ناز اداري سنڌي ادبي بورڊ جو مارچ 1988ع کان سيپٽمبر 1990ع تائين سيڪريٽري ٿي ڪم ڪيائين. فيبروري 1991ع ۾ سيڪنڊ پرائمري ايجوڪيشن پراجيڪٽ سنڌ جو پراجيڪٽ ڊائريڪٽر مقرر ٿيو. سيڪند پرائمري ايجوڪيشن جي پراجيڪٽ ڊائريڪٽريءَ دوران سڪرنڊ ۾ منعقد ڪيل ٽريننگ ڪوآرڊينيٽرس ڪانفرنس ۾ کيس 'بهترين ڊائريڪٽر' جي شيلڊ پيش ڪئي وئي. ڊاڪٽر حبيب الله صديقي سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي ڪيترين ڪاميٽين جهڙوڪ: پبليڪيشن ڪميٽي، مالي ڪميٽي، تعليمي ۽ تحقيقي ڪميٽي وغيره جو ميمبر رهي چڪو آهي ۽ هن وقت اٿارٽيءَ جو بورڊ آف گورنرس جو ميمبر آهي.

سندس ڇپيل ڪتابن ۾: (1) 'تاريخ باب الاسلام سنڌ' (1996ع، ٻہ ڇاپا)، (2) 'Education in Sindh- past and present' (1987)، (3) 'علامہ آءِ آءِ قاضي (1989ع)، (4) 'درياهہ ۽ ساموندي ڪنارن سان زندگي' (1981ع) ۽ (5) 'رچنائون' (1986ع)، (6) 'وارداتون' (2007ع)، (7) 'انسان جي تاريخ' (حصو پهريون: 2007ع)، (8) 'انسان جي تاريخ' (حصو ٻيو: 2008ع)، انسان جي تاريخ جي مختلف بابن تي مهراڻ اڪيڊمي طرفان ڌار نَنڍا ڪتاب شايع ڪيا ويا آهن. (9) 'Pieces & Sugar Candy' (1997) (مخدوم طالب المولیٰ جي ڪتاب 'مصريءَ جون ٽڙون' جو ترجمو: 1997ع) ۽ ٻيا شامل آهن. تازو HEC طرفان سندس تحقيقي ڪتاب Education Problems of Pakistan with Special Reference of Sindh Province (2008) تي کيس ٻہ لک روپيا معاوضو ڏنو ويو. شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جي سوانح تي سندس لکيل ڪتاب Son of the Desert (2010ع) تي کيس بين الاقوامي مڃتا ملي آهي.

سندس جاري تحقيق ۾ تاريخ 'باب الاسلام سنڌ' (ڀاڱو ٻيو) کان سواءِ 'ڊيولپمينٽ آف صوفيئزم اِن سنڌ'، 'مارشل ٽريڊيشن اِن سنڌ'، 'پرائيويٽ پيپرس آف علامہ آءِ آءِ قاضي' ۽ هڪ انشائيہ بعنوان 'انسان ۽ زندگي' هڪ ئي وقت هلي رهيا آهن. ڪڏهن ڪڏهن سندس شعر يا مضمون ۽ سنڌي ترجما معياري رسالن ۾ شايع ٿيندا آهن. ريڊيو پاڪستان حيدرآباد ۽ ڪراچي ٽيليويزن اسٽيشن تان سندس تقريرون يا انٽرويو نشر ٿيندا رهندا آهن. مشاعرن، ورسين ۽ ڪانفرنسن ۾ پڻ حصو وٺندي نظر اچي ٿو حبيب اڪيڊميءَ پاران پنهنجا ۽ ٻين ڪيترن اديبن جا ڪيترا ڪتاب ڇپائي چڪو آهي. جن مان ڪجهہ ڪتابن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا: (1) ڪيئي ڪهاڻيون (2009ع)، (2) منظوم سوانح عمريون: شاهنواز 'مسافر' (2007ع)، (3) ڪڙيون مليون ڳالهيون (2009ع).

سال 2000ع ۾ فيڊرل ايجوڪيشن ائڊوائيزري ڪاميٽيءَ جو ميمبر مقرر ٿيو ۽ پنهنجون تجويزون ڇپيل صورت ۾ پيش ڪيائين.

**پاٺائي، حيدر ڪلوچ**: حيدر ڪلوچ صاحب، ديوان شاعر ۽ درويش صفت شخص ٿي گذريو آهي. هيءُ اصل هرات جو هو ۽ سنڌ ۾ اچي رهيو. سندس وفات جو هنڌ ۽ مدفن پاٽ شهر آهي. حيدر ڪلوچ لاءِ عام طرح مشهور آهي تہ ڪليچہ يعني منڍين پچائڻ جو ڪم ڪندو هو. جنهنڪري ئي ڪلوچ سڏيو ويو. ان ڪم دوران سندس لاڙو شاعريءَ ڏانهن ٿيو هو اٽيڙهيل هو پر اندر جي جذبي هيٺ شعر چيائين. سندس شاعريءَ ۾ قصيدا ۽ غزل موجود آهن.

حيدر ’ڪلوچ‘، ’ڪليچ‘، ’ڪليچ‘، ٽنهي لقبن سان مشهور هو پر اصل ۾ اهو لفظ ڪلوچ ٿي آهي. تذڪره آفتاب عالمتاب ۾ لکيل آهي ته ڪن مصنفن حيدر جي نالي سان ڪليچ لفظ ڳنڍجڻ سبب سندس ڏنڊو ڪليچ پزي (منڊيون پچائڻ) لکيو آهي، پر اها روايت غلط آهي. حقيقت ۾ سندس جمڻ جو هنڌ ڪلوچ نالي هڪ ڳوٺ هو، جيڪو طارم جي پرسان خراسان ۾ واقع آهي. حيدر وڏو ٿيڻ بعد هرات ۾ رهيو هيءُ شاهه اسماعيل ۽ شاهه طهماسب صفويءَ جي زماني جو شاعر آهي. پوريءَ طرح لکي پڙهي ڪونه ڄاڻندو هو پر ڏاڍو نڪته سنج، موزون ڪلام چوندڙ ۽ عروض جي بحرن جو واقف هو. هرات ۾ هن سنڌ تي قابض حاڪم مرزا شاهه حسين جي فياضيءَ جي هاڪ ٻڌي ۽ شوق سان سندس درٻار ۾ اچي حاضر ٿيو. پر جيئن ته هو اڻ پڙهيل هو ۽ اميرن ۽ بادشاهن جي صحبتي آدابن کان غير واقف هو. ان ڪري مرزا شاهه حسن جي مجلس ۾ مقبول ٿي نه سگهيو. حيدر آخرڪار ڳوٺ پاٽ ۾ اچي رهيو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين.

ڪتاب ’يدبيضا‘ ۽ ’آفتاب عالمتاب‘ ۾ حيدر ڪلوچ جي رهائش ۽ موت سيوهڻ کان ويهه ڪوهه پري هڪ ڳوٺ ۾ لکيو ويو آهي، پر ڳوٺ جو نالو ڄاڻايل نه آهي. تاريخ معصومي ۾ آهي ته هن سيوهڻ کان پريان پاٽ شهر ۾ وفات ڪئي. تحفة الڪرام ۽ مقالات الشعراءِ ۾ به حيدر ڪلوچ جي رهائش ۽ وفات پاٽ ۾ ڄاڻايل آهي. سندس وفات جي تاريخ معلوم نه ٿي سگهي آهي. هي ارغونن جي دؤر جو صاحب ديوان شاعر هو. سندس ڪلام سنڌ جي قديم بياضن ۾ موجود آهي. مرزا شاهه حسن ارغون جو همعصر هئڻ ڪري هن جو شمار ڏهين صديءَ هجري جي شاعرن ۾ ڪري سگهجي ٿو.

**پاٽائي، دين محمد، مخدوم:** مخدوم دين محمد ولد مفتي عبدالواحد ڪبير پاٽ شهر ۾ 1113 هه ۾ ڄائو. اڳتي هلي هجرت ڪري سيوهڻ ۾ اچي رهيو. جتي شادي به ڪيائين. وڏو عالم، بزرگ ۽ فقيهه هو. جنهنڪري سيوهڻ شهر جو قاضي ۽ مفتي ٿيو. سندس به فرزند عبدالواحد صديقي ۽ محمد حسن صديقي پنهنجي دور جا وڏا عالم شخص هئا. هن جا نور محمد ڪلهوڙي جي دؤر ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ سان دوستاڻا لاڳاپا هئا. هن بزرگ 1192هه ۾ وفات ڪئي.

**پاٽائي، شهاب الدين سهروردي:** ميان شهاب الدين سهروردي صديقي، سيوهڻ، پاٽ ۽ برهانپور ۾ رهندڙ صديقي خاندان جو وڏو ڏاڏو هو هن ئي سڀ کان اڳ پاٽ جو شهر آباد ڪرايو جنهن کي ”قبلة الاسلام“ چيو ويندو هو بعد ۾ اهو شهر ڦٽي ويران ٿي ويو ۽ هيو نئون شهر آباد ڪرايو ويو پوئين پاٽ جو بنياد مفتي عبدالواحد ڪبير، مخدوم عبدالواحد ثاني سيوستانيءَ جي ڏاڏي جي زماني ۾ رکيو ويو شهاب الدين سهروردي صديقيءَ جو تفصيلي احوال معلوم ٿي نه سگهيو آهي. وفات 894 هه/ 1489ع ۾ ڪيائين، سندس اولاد هند ۽ سنڌ ۾ علم جي زيور سان آراسته رهيو.

**پاٽائي، شيخ جندالله:** شيخ عيسيٰ جندالله بن قاسم سنڌي پاٽائي، ”تاريخ فرشته“ جي مؤلف ملا محمد قاسم بن مولانا غلام علي هندو شاهه استرآبادي جو همعصر هو شيخ جندالله 1555ع ۾ پاٽ ۾ پيدا ٿيو پاٽ ۾ سندس بنيادي تعليم، ازدواج ۽ اولاد، مدرسي ۽ مسجد جا اهڃاڻ ملن ٿا. طب جي علم ۽ حق جي ڳولها ۾ هو پنهنجي ڏاڏي يوسف سنڌي ۽ پيءُ شيخ قاسم وانگر هند- سنڌ ۾ سفر ڪندو رهيو آخر 1574ع ۾ والد جي وفات کان پوءِ محمد عثمان بوبڪائي صديقي جي درس ۾ شامل ٿيڻ لاءِ برهانپور روانو ٿيو برهانپور ۾ هو عشق مجازي ۽ حقيقي ۾ مبتلا ٿي ويو ڪيس پاٽ ۽ برهانپور ۾ هن الڳ الڳ زالن مان پٽاڻو ۽ ڌياڻو اولاد هو هڪ ڏينهن برهانپور جي ”چوڪ بازار“ ۾ هڪ دڪان تي ويٺو هو ته اتان شيخ لشڪر محمد عارف جي گذرندي شيخ عيسيٰ تي نظر پئي ۽ پڇيائون ته هي نوجوان ڪير آهي؟ ماڻهن مان ڪنهن عرض ڪيو ته هي شيخ طاهر محدث جو پاڻيٽيو آهي ۽ شيخ عيسيٰ نالو اٿس. شيخ لشڪر محمد عارف گهوڙي کي بيهاري، کيس مخاطب ٿيندي چيو ته: ”تون ته اسان جو آهين، اسان وٽ ڇو نه ٿو اچين؟“ ائين چئي واڳ ورائي هليو ويو پوءِ جڏهن شيخ عيسيٰ سندس خانقاهه تي اچي رسيو ته هميشه لاءِ هن جو ٿي ويو سندس ناياب تصنيفون آهن: (1) روضة الحسنيءِ (989هه/ 1581ع)، (2) عين المعاني (997 هه/ 1588ع)، (3) انوار الاسرار (قرآن مجيد جو تفسير)، (4) رسالہ حواس پنجگانہ، (5) حاشيہ براشاره غريب ڪتاب انسان ڪامل، (6) شرح قصيده برده (فارسي ۾)، (7) رسالہ قبلة المذاهب اربعہ معہ اشارات اهل تصوف، (8) حاشيہ برشرح ضيائيہ، (9) فتح محمد درعلوم مايتعلق بہ التفسير، (10) تميہ شرح ماه ڪامل، (11) رسالہ عقود، (12) شرح رباعيات، (13) ترجمہ اسرار الوحي، (14) رسالہ وحدت الوجود، (15) رسالہ تعينات و حقيقت محمديہ.

شيخ عيسيٰ جندالله، شيخ محمد غوث گوالياريءَ جو خليفو ۽ شيخ محمد لشڪر جو مريد هو. شيخ برهان شطاري برهانپوري هن جو مريد ۽ خليفو هو شيخ عيسيٰ 1031 هه/ 1621ع ۾ وفات ڪئي.

**پاٽائي، شيخ رڪن الدين:** شيخ رڪن الدين ولد شيخ معروف پاٽائي 1470ع ۾ پيدا ٿيو. سندس والد جو واسطو سهرورديہ، ڪبرويہ ۽ بلاولي تحريڪ سان چيووچي ٿو پاٽ جي قديم روايتن موجب مخدوم بلاول جو پاٽ ۾ اچڻ ٿيو هو امڪان آهي ته هُو شيخ معروف جي وفات يا شيخ رڪن الدين جي دستاربنديءَ لاءِ آيو هوندو. شيخ رڪن الدين جي زندگيءَ جو عرصو سمن جي آخري دور ۽ شاهه بيگ ارغون جي حڪومت وارو آهي. ان عرصي دوران هن ئي ۾ درس تدريس جي پيشي ۾ ڄمار صرف ڪئي. شيخ رڪن الدين 1545ع ۾ وفات ڪئي ۽ مڪليءَ ۾ مدفون ٿيو.

**پاٽائي، شيخ طيب سنڌي:** محدث طيب بن يوسف پاٽائي صديقي سنڌي، علم، حديث ۽ تصوف جو وڏو عالم ٿي گذريو آهي. پنهنجي ڀيءُ ۽ ڀاءُ شيخ محدث طاهر سان گڏ پاٽ مان نڪري شهاب الدين واصل وٽ امام غزاليءَ جو تصوف بابت ڪتاب”منهاج العابدين“ پڙهيائين. ان کان پوءِ هيءُ بزرگ سفر ڪري برهانپور ۾ اچي رهيو. شيخ طيب جو تفصيلي احوال ته نٿو ملي، پر ”تذڪره گلزار ابرار“ مان معلوم ٿئي ٿو ته هو شيخ طاهر جو وڏو ڀاءُ هو ۽ گجرات ۽ برار جي سفر ۾ ساڻس گڏ هو. هن بزرگ 950 هه بمطابق 1543ع ۾ وفات ڪئي.

**پاٽائي، شيخ لاڏجيو:** شيخ لاڏجيو پاٽائي 930 هه مطابق 1524ع ڌاري سنڌ جي قديم ڳوٺ پاٽ شريف ۾ پيدا ٿيو نوجوانيءَ ۾ اتان لڏي برهانپور هليو ويو ڪيس سنڌي ڪافيءَ جو موجد به سڏيو ويو آهي. هو خوبصورت هجڻ سان گڏ سريلي آواز جو مالڪ هو ۽ سنڌي موسيقيءَ ۾ ڪيس ڪمال جي مهارت هئي. خاص ڪري ڪافي اهڙي ته وڻندڙ پرسوز آواز ۾ ڳائيندو هو جو ٻڌندڙن تي سحر طاري ٿي ويندو هو شيخ لاڏجيو شيخ قاسم بن يوسف سنڌي، شيخ طاهر محدث سنڌي، شيخ مبارڪ سنڌي ۽ شيخ جندالله شطاريءَ جو صحبتي ۽ سنگتي هو شيخ مبارڪ سنڌي،

جيڪو ان وقت جو وڏو عالم ۽ فاضل هو. اهو ۽ شيخ لاڏ جيو گڏجي برهانپور ۾ اچي وسيا. شيخ لاڏجيي جي دم سان برهانپور ۾ راڳ ۽ سماع جون محفلون منعقد ٿينديون هيون. ۽ انهن جي ڪشش سان نوان ۽ پراڻا لڏي آيل سنڌي برهانپور ۾ جمع ٿيندا رهيا، ۽ اتي اڳتي هلي "سنڌي محلو" وڏو محلو بنجي ويو. شيخ لاڏ جيو قناعت ۽ توڪل کي پسند ڪندڙ هو. علامہ غوثي لکي ٿو تہ: "سندس حجرو حضرت مسيح الاولياءؒ جي جامع مسجد جي اترين ديوار سان گڏ هو. اندازاً ستر سالن جي عمر ۾ 1007هہ/ 1598ع ۾ وفات ڪيائين ۽ کيس شيخ ابراهيم بن عمر سنڌيءَ جي مقبري پرسان دفن ڪيو ويو.

**پاٽائي، شيخ مبارڪ:** پاٽ شهر شيخ مبارڪ ۽ شيخ عيسيٰ برهانپوريءَ جي وڏن آباد ڪيو هو. شيخ مبارڪ مخدوم عباس (ابن جلال) محدث پاٽائيءَ جو شاگرد هو جنهن وٽ هن سمورا ظاهري علم مڪمل ڪيا. ان بعد احمدآباد گجرات پهتو جتي ناصرالملڪ جي مشهور مسجد ۾ صدر مدرس مقرر ٿيو ۽ ڪيترا سال اتي درس تدريس سان واڳيل رهيو. ان کان پوءِ برهانپور ۾ رهائش اختيار ڪيائين. وقت جي حاڪم کيس قصبي چوپڙہ جو قاضي مقرر ڪيو. برهانپور ۾ رهڻ دوران سندس ظاهري علم تي تصوف غالب هو پر حاڪم جو حڪم مڃي، قاضي ٿيڻ قبول ڪيائين. ان زماني ۾ صوبي برار جو وزيراعظم تفاول خان هو جنهن سان ايلچ پور ۾ ملاقات ڪيائين. وزيراعظم ساڻس عزت ۽ احترام سان پيش آيو ۽ کيس قاضي القضات جي عهدي تي مقرر ڪيائين. برهانپور ۾ فقير لاڏ جيو سنڌي رهندو هو جيڪو ڏاڍي مِٺي سُر سان سنڌي ڪافيون ڳائيندو هو. قاضي مبارڪ سندس ڪافين ٻڌڻ جو شوقين هو ۽ اڪثر وٽس اچي حُب سان ڪافيون ٻڌندو هو. قاضي القضات جو عهدو ڇڏڻ کان پوءِ محدث طاهر بن يوسف سنڌيءَ جي صحبت حاصل ڪرڻ لاءِ برهانپور اچي رهيو جتي وٽس شيخ عيسيٰ جندالله ڪجھ ڪتاب پڙهيا ۽ پاڻ وري دنيا کي ترڪ ڪري شيخ لشڪر محمد عارف جي بيعت حاصل ڪري سندس صحبت ۾ رهيو ۽ وٽس قيصريہ رسالو پڙهي، توحيد جي مسئلن کي سمجهيائين. 978هہ/ 1570ع ۾ جمعي ڏينهن لاڏاڻو ڪيائين ۽ شيخ ابراهيم بن عمر سنڌيءَ جي مقبري اندر دفن ٿيو.

**پاٽائي، شيخ معروف:** پاٽ شهر جي صديقي خاندان جا ٻہ پائر شيخ معروف ۽ شيخ عثمان وڏا عالم ۽ صوفي ٿي گذريا آهن. شيخ معروف، شيخ طاهر بن يوسف پاٽائيءَ جو سڳو سؤٽ هو جنهن مان مشهور ولي ۽ عالم شيخ عيسيٰ سنڌي برهانپوري پيدا ٿيو. شيخ طاهر کان روايت آهي تہ "جڏهن اسين سنڌ ۾ هئاسين تہ پاٽائي شيخ معروف ۽ شيخ عثمان کان وحدت الوجود جون ڳالهيون ٻڌندا هئاسين، پر منهنجي سمجھ ۾ ڪجھ بہ نہ ايندو هو. آئون ان وقت "مرصاد العباد" پڙهندو هئس پر اهو ڪتاب بہ منهنجي سمجھ کان مٿي هو. هي ٻئي سنڌ جا مشهور بزرگ قاضي قاضن بکريءَ (958 هہ/1551ع ) جا همعصر ۽ دوست هئا. قسمت سان پنهنجي ڳوٺ کي ڇڏي سيٽپور ۾ اچي رهيا، جتي انهن جا ڪيترائي ماڻهو مريد ۽ معتقد ٿي ويا هئا. ماڻهو انهن بزرگن جي موجودگيءَ کي غنيمت سمجهندا هئا ۽ هميشہ انهن وٽان فيض حاصل ڪندا هئا. هنن ٻنهي بزرگن سيٽ پور ۾ ئي وفات ڪئي، هنن جي تاريخ وفات معلوم نہ ٿي سگهي آهي، پر هي بزرگ ڏهين صدي هجري ۾ ٿي گذريا آهن.

**پاٽائي، عبدالواحد ڪبير:** پاٽائي عبدالواحد ڪبير بن مولانا عبدالرحمان قاري (وفات 1080هہ/ 1669ع) بن محمود سهروردي (وفات 1070هہ/ 1659ع) بن شيخ رمضان شهرالله بن شيخ عيسيٰ جندالله پاٽائي برهانپوري (وفات 1051هہ/1641ع) مفتي عبدالواحد، سيوهاڻي ۽ پاٽائي مخدومن جو ڏاڏو هو جنهن جو فرزند مخدوم امير محمد سيوهڻ ۾ اچي رهيو ۽ ڪلهوڙا حڪومت ۾ شرعي معاملن جو مشير مفتي ۽ قاضي هو مخدوم عبدالواحد ڪبير دهلي سرڪار جي مفتيءَ جي منصب تي فائز هو ڪجھ وقت پاٽ ۾ رهيو جتان هن نسل جون ٻہ شاخون وجود ۾ آيون. عبدالواحد ڪبير وڏو فقيھ ۽ عالم هو. اورنگزيب جي زماني ۾ پاٽ جي علائقي ۾ قاضي القضات هو ۽ فتوا سندس حوالي هئي. گذر معاش لاءِ ٺٽي جي گورنر مير ابوالڪلام پاران کيس ٻہ هزار جريب جاگير ۽ ڪجھ پڪا کوھ پروانہ طور مليا، جيڪي پاٽ لڳ ديھ رسول آباد ۾ هئا. مخدوم عبدالواحد ڪبير پاٽائيءَ جي تصنيفن مان "ڪشف الاسرار" فقھ جو يادگار ڪتاب آهي. هن بزرگ 1123هہ/ 1711ع ۾ پاٽ ۾ وفات ڪئي.

**پاٽائي، عبدالوحيد صديقي:** عبدالوحيد صديقي ولد پروفيسر شفيع محمد قريشي پاٽائي، پاٽ تعلقي دادوءَ ۾ 1939ع ۾ ڄائو. سندس والد تعليم کاتي ۾ ڊپٽي ايجوڪيشنل آفيسر فار مسلم اسڪولس، ڊسٽرڪٽ انسپيڪٽر آف اسڪولس ۽ آخر ۾ سچل سرمست آرٽس ڪاليج، تلڪ چاڙهي حيدرآباد ۾ پروفيسر ٿيو. والد جي ملازمت دوران عبدالوحيد مختلف هنڌن تي تعليم حاصل ڪئي. اورينٽل ڪاليج حيدرآباد ۾ ليڪچرار ٿيو ان دوران سي. ايس. ايس جو امتحان پاس ڪري، انڪم ٽيڪس آفيسر ٿيو. ڪجھ عرصي کان پوءِ ملازمت ڇڏي روحانيت جو سفر اختيار ڪيائين. ان ڏس ۾ هو چوندو هو تہ ناگاپربت تي رياضت ڪندي کيس الهامي آواز آيو جنهن سندس ڪايا پلٽي ڇڏي. پوءِ هُن سائنسي روحانيت (Scientific Spiritualism) تحريڪ شروع ڪئي. ان ڏس ۾ هن ڪيترا پَترا ۽ ڪتابڙا سائنسي روحانيت جي حوالي سان شايع ڪيا. ان کان پهرين ڪجھ عرصو انقلابي دوستن جي ساٿ ۾ ون يونٽ خلاف ۽ سنڌ جي قومي مسئلن تي 'فولاد فقير' جي نالي سان پمفليٽ لکيائين. جيڪي وقت جي سرڪار ضبط بہ ڪيا. ڄام ساقي ۽ ٻيا سندس ان سفر ۾ ساٿي هئا. ملازمت ڇڏڻ ۽ سائنسي روحانيت جي سفر کان پوءِ ماڊل ڊڪٽيٽر جي ضياءُ الحق جي زماني ۾ مجلس شوريٰ جو ميمبر بہ ٿيو. ڪجھ عرصي لاءِ وفاقي شرعي عدالت ۾ جج مقرر ٿيو، بعد ۾ وڪالت جي پيشي اختيار ڪرڻ سان گڏ تصنيف ۽ تاليف جي ڪم ۾ مشغول ٿيو.

سندس شمار سنڌ جي بهترين نثرنگارن ۾ ٿئي ٿو هن جي تصنيفن ۾: 'انسان جا ابا ڏاڏا' (1960ع)، 'سچوارين' (1960ع)، 'تاريخ الاسلام-5 جلد' (1962ع)، 'پٿر جي دؤر جو انسان' (1967ع) ڇپيل آهن. سندس بيون ڪيتريون ئي تحريرون مذهب، تاريخ ۽ ڀارائي ادب بابت منظرعام تي اچي چڪيون آهن.

**پاٽائي، قاسم سنڌي:** شيخ قاسم سنڌي بن شيخ يوسف محدث پاٽائي ، شيخ طاهر محدث جو ننڍو ڀاءُ ۽ وقت جي وڏي عالم ۽ صوفي شيخ عيسيٰ برهانپوريءَ جو والد هو. هن ابتدائي تعليم پنهنجي والد ۽ شيخ شهاب الدين سنڌيءَ وٽان حاصل ڪئي ۽ بيعت شيخ بهاءُالدين کان ورتائين.

چاڪاڻ ته اهو بزرگ ڏهين صدي هجريءَ ۾ شيخ بهاءالدين زڪريا ملتانيءَ جو جاءِ نشين هو. هن ۾ تقويٰ، توڪل، زهد ۽ تصوف جون صفتون موجود هيون. سندس فرزند شيخ عيسيٰ کان بيان آهي ته: ”منهنجي اجا هوش سنڀالڻ جو زمانو ئي نه آيو هو جو پاڻ (منهنجو والد) وفات ڪري ويو ۽ مون پنهنجي والد جي دوستن کان ٻڌو هو ته توحيد، خدا شناسي ۽ تصوف جي نظريي جي ڄاڻ بابت ماڻهو سندس تعريف ڪندا هئا.“ شيخ قاسم جي وفات جي تاريخ نه ٿي ملي. هڪ اندازي مطابق سندس وفات اندازاً 968 ھ/ 1560ع ۾ ٿي هوندي. سندس مقبرو برهانپور ۾ آهي.

**پاٽائي، قاضي شفيع محمد:** عالم، فاضل ۽ شاعر شفيع محمد قاضي بن قاضي احمدي (اول) صديقي، پاٽائي مخدوم عبدالواحد سيوستانيءَ جو ڏهٽو، وقت جو وڏو عالم ۽ صوفي بزرگ ٿي گذريو آهي. هن 1835ع ۾ جنم ورتو. سندس ڏاڏي عبدالواحد صديقيءَ کي مغلن طرفان جاگير مليل هئي. سندس والد قاضي احمديءَ کي ٽالپر حڪمرانن قاضي مقرر ڪيو هو ۽ ڪيس جاگير ڏني هئي. ميان محمد شفيع اجا ستن ورهين جو هو ته سندس والد وفات ڪئي، اهو انگريزن جو سنڌ فتح ڪرڻ وارو اوائلي دؤر هو. سندس پاءُ علي گوهر جو پٽ احمدي ٿاني آنرري مئجسٽريٽ هو. هن ابتدائي تعليم مخدوم حاجي فضل الله پاٽائيءَ وٽ حاصل ڪئي. ڪجهه وقت قلجيءَ جي عالمن وٽ به پڙهيو. 16 ورهين جي عمر ۾ قرآن پاڪ حفظ ڪيائين. ان کان پوءِ نقشبندي طريقي ۾ مخدوم محمد يوسف ڪنياريءَ واري کان بيعت ورتائين. صوفياڻي طبيعت ۽ باڪمال عالم هئڻ باوجود شريعت جو پابند رهيو. سنڌ ۾ حق بخشائڻ ۽ قرآن سان شادي ڪرائڻ جهڙين بدعتن خلاف جهاد ڪيائين. ڪيس پاءُ علي گوهر پنهنجن وڏن واري مشهور مسجد ”اولهه واري مسجد“ جي مرمت ڪرائي ڏني ته جيئن دين جي تبليغ جاري رکي. هميشه اسلام جا حڪم جاري ڪرڻ ۽ حق جي تبليغ جي ڪم ۾ مشغول رهيو جيستائين حيات هو وٽن 60، 70 طالب علم مسجد ۾ رهيل هوندا هئا، جن جو خرچ موروثي زمين مان پريندو هو. انگريز دور جي شروعات قاضي شفيع محمد جي نوجوانيءَ جو زمانو هو ۽ خيرپور ناٿن شاهه تعلقي ۾ سندس زمينداري هئي. جڏهن انگريزن کان وٽس ڍل جي چٺي پهتي ته ڍل ڏيڻ کان انڪار ڪندي چيائين ته اهل ڪتاب/ عيسائين تي اسان جو حق ٿئي ٿو ته ڪانئن ڍل وصول ڪريون، ڇو ته قرآن شريف ۾ ارشاد آهي ته ”حتيٰ يعطوا الجزية عن يد وهم صاغرون“ (سورة التوبة 9، آية 29) مطلب ته اهل ڪتاب مغلوب ٿي جزيو ادا ڪن. ان حالت ۾ اسان، مسلمان ذليل ٿي نصارن کي جزيو يا ڍل ادا ڪيئن ٿا ڪري سگهون! ان ضد جو آخر نتيجو اهو نڪتو جو سندس زمين ڍل ۾ نيلام ٿي وئي، پر هن ان جي ڪا به پرواهه نه ڪئي ۽ پنهنجي ارادي تي مضبوط رهيو. فارسيءَ ۾ سندس گهڻو ئي ڪلام موجود آهي، جيڪو نهايت پختو ۽ مضبوط آهي. عربيءَ جي مشهور ’قصيدي برده‘ جو منظوم سنڌي ترجمو ڪيائين، جيڪو سنڌيءَ ۾ ’قصيده برده‘ جو پهريون ترجمو آهي. مخدوم صاحب جو ڪلام نه صرف سنڌيءَ ۾ موجود آهي، بلڪ فارسي، سرائيڪيءَ کان سواءِ عربيءَ ۾ به موجود آهي. مخدوم صاحب جون ٻه شاديون هيون. ڪيس ٻه فرزند ٿيا. مخدوم محمد شفيع جي تصنيفن ۾ قرآن جي ترجمي، تفسير، قصيده برده جي منظوم سنڌي ترجمي کان سواءِ ڏگها نظم، رسالہ دربيان اصول طريقہ تصوف (فارسي) ۽ تحفة الهنديءَ جو سنڌي ترجمو شامل آهن. مخدوم صاحب 63 ورهين جي عمر ۾ 1898ع ۾ وفات ڪئي.

**پاٽائي، محمد شفيع صديقي مولانا:** مولانا حافظ محمد شفيع صديقي پاٽائي ولد قاضي احمدي، پاٽ شهر ۾ 1835ع ڌاري ڄائو. قاضي احمدي ٽالپرن طرفان پاٽ جو قاضي مقرر هو ۽ ڪيس ٽالپرن کان جاگير به مليل هئي. قاضي محمد شفيع اجا ستن ورهين جو هو ته سندس والد قاضي احمدي وفات ڪري ويو. انگريزن جي اوائلي دور ۾ سندس جاگيرون رد ٿي ويون ۽ پاڻ مسڪين ٿي ويو. حافظ محمد شفيع ابتدائي تعليم مخدوم حاجي فضل الله سيوستانيءَ وٽان حاصل ڪئي. پوءِ قلجي طرف ڪن عالمن وٽان وڌيڪ علم حاصل ڪيائين. پندرهن ورهين جي ڄمار ۾ دستاربند ٿي پنهنجي ڳوٺ آيو ۽ هڪ سال اندر قرآن شريف ياد ڪيائين. سندس حافظو تمام سٺو هو. ڪيترن پڙهيل ڪتابن جا ياد حوالا ڏيندو هو. سندس لکيل ڪتابن مان ڄاڻ پوي ٿي ته پاڻ سنسڪرت زبان مان به چڱيءَ ريت واقف هو. پنهنجي ڳوٺ پاٽ ۾ درسگاهه قائم ڪري سڄي عمر درس تدريس جاري رکيائين. هو عالم هجڻ سان گڏ عامل به هو. هن ”قصيده برده“ جو منظوم سنڌي ترجمو به ڪيو. درس تدريس جي شغل سان گڏ حڪمت جو ڪم به ڪندو هو. هو هڪ وڏو مدبر ۽ يگانو شاعر هو. نثر ۽ نظم جا ڪافي ڪتاب لکيائين، جن مان ڪيترا اڏوهي کائي وئي يا گم ٿي ويا. سندس شعر جو نمونو شاهه جي شعر جهڙو آهي. سنڌيءَ ڪانسواءِ عربي، فارسي ۽ سرائيڪيءَ ۾ به شعر چيا اٿس. سندس وفات 63 ورهين جي ڄمار ۾ 1898ع ۾ ٿي. ڪيس ٻه پٽ محمد احسان ۽ عبدالواحد ٿيا. محمد احسان جو هڪ پٽ قريشي شفيع محمد، عربيءَ جو پروفيسر رهي چڪو آهي.

**پاٽائي، محمود صديقي:** علامہ محمود صديقي جي ولادت ۽ خانداني بزرگي بابت روايتون آهن ته مغل بادشاهن طرفان پاٽ ۾ سيوهڻ جا قاضي دهليءَ مان سنڌ ۾ موڪليا ويا هئا. علامہ فضل الله ۽ مولانا حاجي حسن الله سيوهڻ مان لڏي اچي پاٽ ۾ سڪونت پذير ٿيو. حاجي فضل الله عارف بالله يگانو عالم هو. سندس صاحبزادو نظام الدين به درويش ۽ عالم هو. سندس صاحبزادو نظام الدين به درويش ۽ عالم هو. سندس سلسلو شيخ شهاب الدين سهروردي سان ملي ٿو. مولانا محمود جو والد ميان محمد صالح به عالم، مفتي ۽ صوفي هو. حضرت عنايت الله رامپوري جو خليفو هو. علامہ محمود کي مولانا نظام الدين جي گادي تي ويهاريو ويو ۽ اهو فيض سندس خاندان ۾ بيشڪ رهيو.

ميان محمود ابتدائي ڪتاب حاجي حسن الله وٽ پڙهيو. پوءِ ٽونڪ ۾ مولانا حڪيم برڪات احمد وٽ پڙهڻ ويو. اتي ڪافي زمانو رهيو. ان بعد اجمير ۾ مولانا معين الدين وٽ به پڙهيو ۽ دستاربندي غالباً حڪيم صاحب وٽ ڪيائين. مولانا عبدالقادر لغاري جي روايت آهي ته صاحبزادو محمود ڪجهه وقت پير جهنڊي ۾ به مولانا عبيدالله سنڌيءَ کان پڙهندو رهيو. ڪيس مولانا جي تعليم ڏاڍي پسند آهي، پر مولانا سنڌي ٻين ڪتابن کي ڇڏي رڳو قرآن، موطا ۽ حجت الله البالغہ پڙهائڻ شروع ڪيا. ان ڪري مولانا محمود هليو ويو. معقول ۾ سندس بينظير مهارت هئي، فقهه، حديث ۽ تفسير ۾ به قابل هو.

مولانا موصوف جو چوڻ آهي ته ”طالب علمي ۾ مون کي هي سوداءُ ٿيو ته ذهن ڪيئن وڌي؟ بلغمي ماڻهو ذهين نه ٿيندو آهي، بلغم وڌندو آهي، پاڻي پيئڻ سان ۽ پاڻي پيئڻ جي ضرورت ٿيندي آهي، ماني کائڻ سان، انهيءَ ڪري ماني ٿوري کائيندو هوس، پر ان هوندي به اڃ ته ضرور لڳندي هئي، سو برابر ٽي سال پاڻي پيئڻ ڇڏي ڏنم ۽ پاڻي جي بجاءِ چانهه پيئندو

هوس. مولانا محمود دائم المريض هو. سندس غير معمولي قابليت ڪري فارغ التحصيل عالم به وٽس پڙهڻ ايندا هئا. مولانا عبدالحڪيم شاهل ستائي تعلقي شڪارپور وارو جيڪو اتر سنڌ جي گهڻن عالمن جو استاد هو، اهو به پاٽ ۾ صاحبزاده محمود صاحب وٽ معقول جا ڪجهه ڪتاب پڙهيو. وٽس سارو نصاب باقاعدي ٻن پاٺن پڙهيو. مولوي محمد اسماعيل لانگاهه ۽ مولوي غلام محمد لانگاهه رتي ديري جا ويٺل هئا. مولانا محمود صاحب يوناني حڪمت جو ماهر هو. صوفي صافي هو. مولانا اشرف علي ٿانوي جو به مريد هو. پنهنجي والد جي وفات کان پوءِ مولانا عنايت الله رامپوري وٽ ڇهه مهينا رهيو ۽ اتي ذڪر فڪر ڪري خلافت وٺي آيو.

سندس عربي درسگاهه محموديه ۾ مولانا دين محمد 'اديب' وٽس 'مهديه سعيديه' ۽ شرح هدايت الحڪمت خيرآباد پڙهيا. پنهنجي فرزند کي درس نظامي جا سبق بند ڪرائي مولانا اشرف علي جا مواعظ پڙهيائين. چوندو هو ته ديوبند جي بزرگن جو علم 'ڪاالشمس في نصف النهار' (منجهند جي سج جهڙو) آهي. آخري عمر ۾ فقط مولانا ٿانويءَ جا مواعظ 'التبليغ' ۽ 'النور' گهرائيندو هو. پاڻ عربي ۽ فارسي جو اديب به هو. عربي ۾ شرح مولف موروڪام تي هڪ ڪتاب به لکيو اٿس. پنجاهه ورهين جي ڄمار ۾ آچر ڏينهن 29 جمادي الآخر 1351هه / 1932ع ۾ وفات ڪيائين.

**پاٽائي، محمد طاهر بن يوسف**: شيخ طاهر ڏهين صدي هجريءَ جي پهرئين ڏهاڪي ۾ پاٽ شهر ۾ ڄائو. محمد طاهر رسمي علم پنهنجي والد شيخ يوسف وٽ ۽ مخدوم ميران ۽ مخدوم جعفر بوبڪائيءَ وٽ حاصل ڪيو. ان کان پوءِ سندس وڏو ڀاءُ شيخ طيب سندس والد ۽ پاڻ، ٽيئي بزرگ وطن کان روانا ٿي هڪ ڳوٺ ۾ پهتا، جو شيخ شهاب الدين سنڌيءَ جي نالي سان مشهور هو. شهاب الدين وڏو عالم، حقيقت جو واقف ۽ صاحبِ درس بزرگ هو. هن وٽ رهي منطق جي ڪتاب "قطبي شرح شمسيه" پڙهڻ جو عرض ڪيائين، پر شيخ شهاب الدين کيس امام محمد غزاليءَ جو ڪتاب "منهاج العابدين" پڙهڻ لاءِ چيو. تنهي اهو ڪتاب ٻن هفتن اندر اتاري ورتو ۽ ڪتاب جو درس شروع ڪيائون. 950هه/ 1543ع ۾ سنڌ مان گجرات ڏانهن روانو ٿيو ۽ ايرچ پور ۾ پهچي شيخ محمد غوث گوالياريءَ (1485- 1563ع) جي صحبت مان گهڻو ڪجهه پرايائين. اتان روانو ٿي ڏکڻ هندستان ۾ سير ڪندي ان وقت جي وڏي بزرگ شيخ محمد ملتانيءَ جي ارادت جي حلقي ۾ داخل ٿيو اتان موٽي اچي ايرچ پور ۾ رهيو جتي مرشد کيس خلافت جو خرقو عطا ڪيو شيخ طاهر ايرچ پور (ايلچ پور) ۾ ماڻهن کي اڪثر درس ڏيندو رهيو ۽ تصوف جي تلقين ڪندو هو.

ڪجهه وقت کان پوءِ احمد نگر جو حاڪم مرتضيٰ نظام الملڪ ايرچ پور تي ڪاهه ڪري آيو ۽ ترنالہ قلعو فتح ڪري ورتائين. ان سبب ملڪ ۾ ياچ پئجي وئي ۽ وقت جي حاڪم کيس برهانپور ۾ هلي رهڻ لاءِ چيو ان بعد شيخ طاهر هميشه لاءِ اچي برهانپور ۾ رهيو وقت جي حاڪم علي عادل شاهه سندس درس ۽ تدريس لاءِ خانقاهه تيار ڪرائي، جتي پاڻ ماڻهن کي فيض رسائيندو رهيو سندس هيليان ڪتاب تصنيف ٿيل آهن:

(1) "تفسير مجمع البحار" طاهري، جيڪو امام قشيريءَ جي ڪتاب اللطائف جي طرز تي آهي ۽ صوفياء ڪرام جي نُڪتن ۽ اشارن تي ٻڌل آهي، (2) مختصر قوت القلوب، (3) انتخاب مواهب لدنيه، (4) ملتقط جمع الجوامع سيوطي، (5) صحيح بخاريءَ جي شرح قسطلانيءَ جو اختصار جيڪو 12 جلدن تي مشتمل آهي، (6) تفسير مدارڪ جو اختصار جيڪو پنهنجن ٻن پٽن عبدالله ۽ رحمت الله لاءِ لکيائين، (7) اسامي رجال صحيح بخاري، (8) رياض الصالحين.

هن صوفي بزرگ جي وفات 1004هه بمطابق 1595ع ۾ ٿي.

**پاٽائي، مخدوم حسن الله صديقي**: مخدوم حسن الله پاٽائي ولد وهب الله صديقي پاٽائي، ننڍپڻ ۾ پنهنجي چاچي مخدوم حاجي فضل الله وٽ تعليم ورتائين. ان کان پوءِ آخرين ڪتاب مولانا نور محمد ۽ سندس فرزند مولانا گل محمد شهدادڪوٽي وٽ ختم ڪيائين. سندس همعصر ۽ هم درس عالمن ۾ مولوي محمد حسن حيدرآبادي ۽ مولوي محمد هاشم ڳڙهي ياسيني، مولوي عطاءُ الله فيروز شاهي ۽ ٻيا ڪيترا شامل هئا.

مخدوم حسن الله سموري زندگي درس تدريس ۽ فتويٰ نويسي ۾ گذاري. هن پنهنجي وڏن جي پاٽ ۾ قائم ڪيل مدرسي کي زور شور سان هلايو، جنهن مان ڪيترا شاگرد فائدو حاصل ڪري ويا. هي هڪ وڏو عالم، متڪلم، مناظر ۽ محقق فقيهه هو. گهڻو ڪري پنهنجي خانداني عالمن جي فتويٰ ۽ راءِ تي هلندو هو. سندس ڏاڏي مخدوم عبدالواحد سيوستانيءَ جي لکيل "بياض واحدي" جي قولن کي ترجيح ڏيندو هو. هندستان جي دارالحرب هئڻ جو قائل هو. تنهنڪري سندس مولوي محمد هاشم ڳڙهي ياسين واري سان زبردست تحريري مناظرا رهيا، جو هو هندستان جي دارالسلام جو قائل هو. اهڙيءَ ريت مولانا عطاءُ الله فيروز شاهيءَ سان به هن جا تحريري بحث جاري رهيا. نوشهري فيروز جي مشهور قاضي محمد عالم اهل حديث سان ۽ مٽيارين جي فقير محمد محدث سان به ڪِن مسئلن تي هن جو تحريري رد ڪد هلندو رهيو. هو تحصيل علم توڙي درس تدريس جي سانگي جدا جدا شهرن ۾ به رهيو، جن ۾ درٻيلو ۽ مٽياري شامل آهن، جتي وٽانئس هينين نامور عالمن فيض حاصل ڪيو:

(1) مولوي محمد صديق سيتائي، (2) مولوي خير محمد جوڻيجو، (3) مولوي معين الدين سيوستاني، (4) مخدوم بصرالدين سيوهاڻي، (5) مولانا علامه عمر جتوئي، (6) مولوي سيد شهاب الدين هالاڻيءَ وارو، (7) مخدوم محمد دائود آگرو درٻيلائي، ۽ (8) پيرزادو غلام مجدد مٽياروي.

مخدوم حسن الله به دفعا حج جو سفر ڪيو ۽ اتي عبدالحق مهاجر الهه آبادي ۽ ٻين وڏن عالمن سان سندس صحبتون رهيون. حنفي مذهب جو پيروڪار هو. مئل بزرگن کان مدد وٺڻ جو قائل هو. آخر ظهر جي مسئلي تي تمام زور هوس ۽ ان بابت سندس مستقل رسالا لکيل آهن. جن مان هڪ رسالي جو جواب سيد محمد رشد الله جهنڊي واري لکيو آهي. 1326هه/1908ع ۾ مولانا دين محمد وفائي کي مخدوم صاحب جي زيارت جو پهريون دفعو مدرسه دارالفيض ڳوٺ سونو جتوئي ۾ شرف حاصل ٿيو غلام محمد جتوئي مخدوم صاحب جو شاگرد رشيد هو ۽ وٽس گهڻو ڪري اچي رهندو هو ۽ سندس استاد صاحب جي عظيم الشان ڪتب خاني مان ڪيترن فقهي مسئلن جي اچي تحقيق ڪندو هو.

1911ع ۾ ڪراچي مان مولوي عبدالڪريم درس جي ذريعي حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جي علم غيب جي مسئلي جو هڪ زبردست طوفان ڪڙو ٿيو جنهن ۾ سنڌ جا علماءَ ٻن حصن ۾ ورهائجي ويا. دارالرشاد

پير جهنڊي ۽ مدرسي مظهر العلوم کڏي ڪراچيءَ جا عالم هن ڳالهه جا قائل هئا ته حضور صلي الله عليه وسلم جن کي ايتري ڄاڻ آهي، جيترو الله تعاليٰ شريعت ۽ مخلوق جي هدايت لاءِ ڪين سمجهايو هو. پر مولوي درس ۽ ٻيا گهڻا عالم چئي رهيا هئا ته حضور صلي الله عليه وسلم جن کي ڪلي جزي ۽ ماڪان و مايڪون (جيڪي ٿيو آهي ۽ جو ڪجهه آئينده ٿيندو) تنهن سڀ جي ڄاڻ آهي. علامه سيد اسد الله شاهه ٽکڙائي به درس پارٽي سان شامل هو. پير حاجي غلام مجدد متعلوي جي استدعا تي مخدوم حسن الله، مدرسه سوني جتوئي ۾ مولانا دين محمد وفائي جي موجودگيءَ ۾ انهيءَ سوال تي هڪ رسالو لکيو. جنهن جو نالو 'نور العينين في اثبات علم الغيب السيد الثقلين' رکيو ويو. انهيءَ کي درس پارٽي جي علمائن ڏاڍو پسند ڪيو.

ان کان پوءِ سٽت ٺي قاضي هدايت الله متعلوي جي ڪتاب 'ڪواڪب السعادت' تي جهيڙو پيدا ٿيو. جنهن ۾ ان صاحب ڪي ڳتا ڳتا استعمال ڪيا هئا. انهي رسالي جي رد ۾ حاجي احمد بن فضل محمد علوي ابڙي 'تحفة اولي الالباب في الرد علي طاعن الاصحاب' لکيو. جيڪو ڪراچيءَ مان شايع ٿيو. اهو رسالو به ڳوٺ سوني جتوئي ۾ ڪيترن ئي ڪتابن جي حوالن مان لکيو ويو. مخدوم صاحب ڏاڍو تکو لکندڙ هو ۽ ڪنهن به سوال تي جيستائين متقدمين مان ڪو تائيدي حوالو نه ملندو هوس تيستائين اڳتي نه وڌندو هو. نقش بندي طريقي جا ذڪر اذڪار به جاري هئا ته 'دلائل الخيرات'، 'قرآن شريف ورد' ۽ 'قصيده برده' به روزانو پڙهندو هو. گهڻو ڪري نماز ۾ پيش امام نه ٿيندو هو. پنهنجي ڪنهن شاگرد جي پويان نماز پڙهندو هو. مدرسه دارالفيوض سوني جتوئي ۾ مولانا دين محمد وفائي جي دستاربندي وقت اتي موجود هو ۽ ڪيس پنهنجي هٿن سان دستاربندي ڪرايائين. هن سال 1339هه/1920ع ۾ وفات ڪئي.

**پاٽائي، مخدوم عباس:** مخدوم عباس پاٽائي بن جلال صديقي پاٽائي، پاٽ شهر ۾ پيدا ٿيو ۽ اتي ئي تعليم حاصل ڪيائين. پر بعد ۾ ڪن سببن جي ڪري 947 هه/ 1540ع ۾ پاٽ مان هجرت ڪري هنگورجا ۾ اچي رهڻ لڳو (جنهنڪري تاريخ جي ڪتابن ۾ ڪيس مخدوم عباس هنگورجو لکيو ويو آهي). سڄي عمر تعليم ۽ تدريس جو ڪم جاري رکيائين ۽ ڪيترا وڏا عالم وٽس پڙهيا. حڪيم عثمان بوبڪائي ۽ قاضي عبدالسلام برهانپوري سندس شاگردن مان هئا. قاضي عبدالسلام جو چوڻ هو ته: "دين، ديانت، دانش، بينش، حليميت ۽ محبت اهي سڀ اوصاف مخدوم صاحب جي سرشت ۾ شامل هئا. نندي هوندي کان وٺي وفات تائين ڪڏهن به ڪنهن ماڻهوءَ کان ڪجهه طلب نه ڪيائين". مير معصوم بکري تاريخ معصوميءَ ۾ لکي ٿو ته: "مخدوم عباس پاٽائي تفسير، حديث، فقه ۽ ٻين علمن ۾ وڏي اهليت رکندڙ هو. هر هڪ مسئلي تي تمام سهڻي نموني تحقيق ٿيل هئس. زهد ۽ پرهيزگاريءَ ۾ هن جهڙو ڪو ٻيو نه هو. رات ڏينهن عبادت ۽ رياضت ۾ گذاريندو هو. حديث بيان ڪندي اکين مان ڳوڙها وهڻ لڳندا هئس. هن عالم 96 سالن جي عمر ۾ 14 شعبان 998هه/ 8 جون 1590ع ۾ وفات ڪئي.

**پاٽائي مخدوم فضل الله:** مخدوم فضل الله سيوهڻ جي صديقي خاندان مان هڪ وڏو عالم ۽ اهل دل بزرگ ٿي گذريو آهي. سيوهڻ کان لڏي پاٽ ۾ اچي رهيو ۽ تدريس جي عمل ۾ مشغول ٿيو. پاٽ ۾ سڪونت اختيار ڪرڻ ڪري پاٽائي مشهور ٿيو ابتدائي تعليم مخدوم محمد عارف سيوهاڻي ۽ عبدالواحد سيوهاڻي کان سيوهڻ ۾ حاصل ڪيائين. طريقت ۽ خلافت جو خرقو مخدوم محمد يوسف ڪنياروي کان حاصل ڪيائين. مخدوم محمد ابراهيم ٺٽويءَ جو وڏو خليفو هو.

مخدوم فضل الله هڪ وڏو عالم ۽ فارسيءَ جو وڏو شاعر هو. مخدوم سندس مختلف تحريرن جا مسودا سنڌ جي مختلف قديم ڪتب خانن ۾ موجود آهن. مخدوم فضل الله جي تصنيفن مان 'اصلاح المصلح'، (فارسي ڪتاب) گهڻي شهرت ماڻي. هن وڏي فقيهه ۽ محدث 1290هه/1873ع ۾ وفات ڪئي.

**پاٽائي، مخدوم فضل الله جي پاٽ واري درسگاهه:** مخدوم فضل الله سيوهڻ جي صديقي خاندان جو هڪ وڏو عالم ۽ اهل دل بزرگ ٿي گذريو آهي. هيءُ خاندان اصل ۾ پاٽ جوئي آهي ۽ مخدوم عبدالواحد ڪبير جو اولاد آهي. مخدوم فضل الله پاٽ ۾ اچي درسگاهه قائم ڪئي ۽ اتي سڪونت اختيار ڪرڻ ڪري پاٽائي مشهور ٿيو. هن بزرگ ڳوٺ ڪنياري (ضلعو نوابشاهه) جي مخدوم محمد يوسف کان پنهنجي علم جي تڪميل ڪئي ۽ ان کان ئي طريقت ۾ بيعت وٺي خلافت جو خرقو حاصل ڪيائين. مخدوم محمد ابراهيم ٺٽوي مڏئي واري جو وڏو خليفو هو. مخدوم فضل الله فارسي جو وڏو شاعر هو. ڪياري مسجد جي تعمير جي تاريخ سندس چيل آهي. پنهنجي مرشد ۽ استاد مخدوم محمد يوسف جي وفات تي پڻ گهڻا ماده تاريخ لکيا اٿس. مخدوم فضل الله هڪ وڏو فقيهه ۽ مدرس پڻ هو. سندس شاگردن مان مخدوم قاضي شفيع محمد صديقي پاٽائي جو نالو قابل ذڪر آهي. جيڪو پڻ هڪ وڏو فقيهه ۽ شاعر ٿي گذريو آهي. مخدوم فضل الله 1290هه/1873ع ۾ وفات ڪئي.

**پاٽائي، يوسف سنڌي:** شيخ اسلام يوسف سنڌي ولد مخدوم رڪن الدين صديقي پاٽائيءَ جو جنم 910هه/ 1504ع ۾ ٿيو. سمن جي صاحبي واري زماني ۾ پاٽ ۾ تصوف جي سهروردي سلسلي جي اشاعت ۾ هن بزرگ جو سرڪردو ڪردار نظر اچي ٿو. پاٽائي يوسف سنڌيءَ جون خانقاهون پنهنجي دؤر جي ٻين همعصر مرڪزن کان وڌيڪ موثر نظر اچن ٿيون. هن بزرگ ۽ سندس فرزندن سنڌ، پنجاب ۽ هندستان جي مختلف علائقن ۾ پنهنجي مسلڪ جي پرچار لاءِ وڏو ڪردار ادا ڪيو ۽ عوام کي تعليم ڏني. هيءُ بزرگ اصل ۾ سهروردي طريقي جي بزرگ شيخ عمر بن محمد شهاب الدين (1235ع) جي لڄ مان هو. مخدوم بلاول ۽ سندس ساٿين جي شهيد ٿيڻ ۽ سمن جي سلطنت تي ارغونن جي حملي جي ڪري سنڌ ۾ صوفي سلسلي جي خانقاهن سميت سندن خانقاهن لاءِ خطرو محسوس ٿيو ۽ مجبوراً 1542ع ۾ ڪيس پاٽ مان لڏي اجمير شريف جي اتر ۾ ناگور ۾ اچي سڪونت اختيار ڪرڻي پئي. جتي به پاڻ درس و تدريس جاري رکيائين ۽ علم ۽ حلم جي ڪري سنڌ خواهه هند ۾ وڏي فضيلت وارو ليکجڻ ۾ آيو. مجموعي طور 20 حج ڪيائين. شاهه حسن ارغون سنڌ تي حملو ڪري جڏهن پنهنجو اقتدار جمايو ته ان هن بزرگ جون جاگيرون، جيڪي خانقاهن هلائڻ جو اهم ذريعو هيون، سي بحال نه ڪيون ۽ اٽلندو ڪيس ايذايو ويو. ناگور ۾ رهڻ دوران شيخ خضر سيوهاڻي سندس ارادت ۾ داخل ٿيو. مخدوم نوح سرور به سندس صحبتي ۽ هم درس هو. ڪافي عرصو ناگور ۾ رهڻ بعد شيخ يوسف سنڌي

پنهنجي ٻنهي فرزندن شيخ طاهر يوسف محدث ۽ شيخ طيب يوسف سان گڏجي شيخ شهاب الدين واصل جي ڳوٺ ڪان سڌو گجرات جي شهر "پروچ" ۾ پهتو ته جيئن همايون بادشاهه لاءِ سندس مرشد، شيخ محمد غوث گوالياريءَ کان تعارفي خط وٺي سگهي.

شيخ اسلام يوسف سنڌيءَ جا ٽي پٽ شيخ طاهر، شيخ طيب ۽ شيخ قاسم به پنهنجي دؤر ۾ وڏي فضيلت ۽ وڏي مقام وارا بزرگ ٿيا ۽ ماڻهن کي حق جي تعليم ڏنائون. شيخ يوسف جي ٽن پٽن جو ذڪر دستياب شجرن ۽ تذڪرن ۾ موجود آهي. پر ڊاڪٽر حبيب الله صديقي جي ڪتاب 'تاريخ باب الاسلام سنڌ' (ص: 187) ۾ ڄاڻايل آهي ته: "تاهم هڪ گمان موجود آهي ته شيخ موصوف کي چوٿون فرزند نالي جلال عرف جمال هو، جنهن جو فرزند مخدوم عباس، پاٽ مان هجرت ڪري هنگورجا ۾ رهيو."

شيخ يوسف سنڌيءَ جي زماني ۾ پاٽ جو شهر امن، سلامتي ۽ خوشحاليءَ وارو شهر ۽ باغن سان جهنجهيل هڪ وڏو واپاري شهر ۽ بندر هو. جتي شاه حسن ارغون حملو ڪري اتي جي خانقاهن کي ڇيهو رسائڻ سان گڏ هن شهر جي سونهن کي اجاڙي برباد ڪيو.

**پاٽ پراڻي**: پراڻي پاٽ دادو شهر کان اتر طرف سورهن ميلن جي مفاصلي ۽ دادو ڪئنال جي اوير ۾ هڪ ميل جي پنڌ تي آهي. هن قديم شهر جا آثار عربن جي دور جا چيا وڃن ٿا. 25 ايڪڙن تي مشتمل هي دڙا نئين پاٽ شهر جي اوير ۾ آهن، جتي هن وقت کٻڙن کان سواءِ ڪجهه به نظر نه ٿا اچن. هتي هڪ قبرستان ۽ حاجي پير اسماعيل پنوهر جو مقبرو آهي. روايت آهي ته هتي قلندر لال شهباز به 644 ھ/ 1246ع ۾ آيو هو. هن جي اتر ۾ هڪ قبرستان آهي. هي شهر ڪنهن وقت ڏاڍو مشهور هو. هن شهر جي اولهه ۾



پراڻي پاٽ جو هڪ ڏيک

ڍورو واهه ۽ تاڳر واهه وهندا هئا. جن تي آباديءَ ٿيندي هئي. شهر جون چاهيون سرڪاري ڪارندي وٽ رهنديون هيون. ٺٽي ۽ سيوهڻ کان ايندڙ رستو پاٽ مان لنگهي ملتان ڏانهن ويندو هو. هن رستي جا پڪا نشان ڳوٺ نورجن وٽ موندر کان ڏکڻ طرف اڃا به موجود آهن. انهيءَ روڊ تان محصول اوڳاڙڻ لاءِ هڪ چبوتري جا نشان به اڃا دڙن تي ملن ٿا. ان محصول کي "رائر" چيو ويندو هو ('رائر' لفظ، محصول لاءِ شاهه لطيف به ڪم آندو آهي.) هي رستو ناصر شاهه جي مقام کان لنگهندو هو. دلاه ڍوري تي رستي ۾ پڪين سرن جي موري ٻڌل هوندي هئي، جنهن جون سرون 1300ھ/ 1882ع ۾ مقامي ماڻهن نئين پاٽ اڏڻ ۾ ڪتب آنديون. هتي ڏاڙهن جا وڏا باغ هئا، جن کي پاڻي معروفاڻي، وهندڙي ۽ چڪڻ ڍندن مان ملندو هو. هن شهر کي قديم تذڪرن ۾ "قبلة السلام" سڏيو ويو آهي، جو هتي دين اسلام جي علم جا وڏا عالم رهندا هئا. هن شهر تي مغلن ۽ قلاتي ماڻهن ٻاران حملن پٺيان حملا ٿيندا رهيا. سال 930 ھ/ 1523ع ۾ مرزا شاهه حسن جي شادي بابر بادشاهه جي مير منشي خليفي حسام الدين ميرڪ جي ڌيءَ گلبرگ بيگم سان پاٽ ۾ ٿي. سال 947ھ/ 1540ع همايون ٻن لکن ماڻهن سان سنڌ ۾ آيو. اناج جي کوٽ سبب همايون پاٽ مان اناج خريد ڪرڻ لاءِ ماڻهو موڪليا هئا، ڇاڪاڻ ته اُتي اناج جهجهو ۽ سستو هو. سال 950ھ/ 1543ع ۾ جڏهن مرزا ڪامران پنهنجي ڀاءُ همايون کان ڪاوڙجي نڪتو ته ڪيس پاٽ ۾ مرزا شاهه حسن مليو. جنهن سندس نه رڳو پاسخاطري ڪئي، پر پنهنجي ڌيءَ چوچڪ بيگم جو سڱ به ڪيس ڏنو. اها شادي به پاٽ ۾ ٿي هئي. 952 ھ/ 1545ع ۾ همايون جي شادي شيخ علي اڪبر جاميءَ جي ڌيءَ حميده بيگم سان به پاٽ ۾ ٿي. اڪبر بادشاهه ان بيگم مان ئي اڳتي هلي عمرڪوٽ شهر ۾ پيدا ٿيو. اهڙيءَ طرح وڏي تاريخ رکندڙ هيءُ شهر درياهه جي رُخ مَٽائڻ يا هڪ روايت موجب باهه لڳڻ سبب ويران ٿيو. بهرحال هن وقت پراڻي پاٽ جا رڳو دڙا ڏسڻ ۾ اچن ٿا.

**پاٽ پراڻيءَ جي اڳوڻي تاريخ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب هڪ پراڻي فارسي ڪتابڙي تان محمد روشن صديقي پاٽائيءَ 12 محرم 1356ھ/ 1937ع ۾ ترجمو ڪيو ۽ ليٿو ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. هيءُ ڪرائون سائيز جو ڪتاب 46 صفحن تي مشتمل آهي. هن ڪتابڙي ۾ پاٽ ۾ قلندر شهباز جي آمد، پاٽ جي مسجدن، يارمحمد ڪلهوڙي پاران پاٽ تي قبضي، ميان نورمحمد ڪلهوڙي جي حڪومت، مخدوم عبدالرحمان پاٽائيءَ ۽ سندس جماعت جي شهادت، نادرشاهه جي ڪاهه، پراڻي پاٽ جي برباديءَ ۽ نئين پاٽ جي بنياد ۽ صديقي خاندان جي ڪن شخصيتن جو مختصر ذڪر شامل آهي.

**پاٽڙو**: ضلعي لاڙڪاڻي جي تعلقي رتيديري ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ ڳڙهي خدا بخش ڀٽو، صاحب خان ڀٽو ۽ لباڻي ڳوٺ آباد آهن.

**پاٽ وارو قلعو**: هيءُ قلعو ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ ميان نصير محمد ڪلهوڙي تعمير ڪرايو. جنهن جا هينئر فقط نشان وڃي بچيا آهن. پاٽ وڏي زماني کان واپاري لحاظ کان سنڌ جو اهم شهر رهندو پئي آيو آهي. هڪ خيال آهي ته شهر جي حفاظتي خيال کان تعمير ڪرايو ويو هو. قلعي لاءِ اهي به روايتون ملن ٿيون ته هي قلعو ميان نصير محمد ڪلهوڙي کان اڳ موجود هو ۽ نصير ڪلهوڙي هن جي مرمت ڪرائي، ان کي پنهنجي استعمال هيٺ آندو هو جيئن سنڌ جي اڪثر قديمي ماڳن لاوارثي ۽ حفاظت نه هئڻ سبب پنهنجي حيثيت ۽ حُسن وڃايو آهي، ان ريت هيءُ قلعو به صفحهِ هستيءَ تان مٽجندي فقط نشانن جي صورت ۾ موجود آهي.

**پاٽوڙو**: هن نالي سان ضلعي ۽ تعلقي حيدرآباد ۾ هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

الهرکيو نظاماڻي، محمد موسيٰ کوسو محمد علي نظاماڻي، لونگ ميربحر، ولي محمد پنجابي ۽ محمد رحيم ماڇي.

- ساڳئي نالي سان ضلعي دادوءَ جي تعلقي جوهيءَ ۾ ٽي ديهون آباد آهن: 'پاٽوڙو نمبر 1'، 'پاٽوڙو نمبر 2' ۽ 'پاٽوڙو نمبر 3'. پهرين ٻن ديهن ۾ ڪا به آبادي نہ آهي. باقي ديهہ پاٽوڙو نمبر 3 ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

عمر خان جمالي، ڏٽي بخش جمالي، واحد بخش کوسو، ماچلاڻي لغاري، جمعو سيال ۽ ابراهيم لغاري.

**پاٽولڪو ڪم**: پٽ ريشم جي ڪم کي 'پاٽولڪو ڪم' چوندا آهن، جيڪو هندو توڙي مسلمان پاٽولي' (ڏسو: پاٽولي) ڪندا اچن ٿا. پاٽولي عورتن لاءِ سڳيون، اڳٺ، هار ۽ ڳانا ٺاهيندا آهن ۽ جڳهين ۾ آرائش ۽ زيبائش جو بندوبست بہ ڪري ڏيندا آهن. هنن جا ٺاهيل هار سڄي سنڌ ۾



پاٽولڪو ڪم

مشهور رهيا آهن. خيرپور جي پاٽولين مان ديوان پڳونداس مشهور هوندو هو روهڙيءَ شهر ۾ اهو ڪم ڪيترا پاٽولي (مسلمان) اڄ بہ ڪن ٿا. روهڙيءَ ۾ پاٽولي پاڙو بہ مشهور آهي.

**پاٽولي**: پَٽ يا ريشم جو واپار يا ڪم ڪندڙ هڪ ذات جو نالو. هن ذات جا ماڻهو اڪثر ٽنڊي الهيار، ٽنڊي محمد خان، حيدرآباد ۽ روهڙيءَ ۾ موجود آهن. پاٽولين جا مشهور پاڙا يوسفاڻي، هاشماڻي، يعقوباڻي، بڇاڻي وغيره آهن. پاٽولين ۾ ڪيترين مشهور شخصيتن ٿي گذريون آهن، جن ۾ محمد محسن پاٽولي نامور اديب فضل احمد بڇاڻي، ٻارن جو ليکڪ اياز پاٽولي، ناميارو سياستدان عبدالستار بڇاڻي (اڳوڻو ايم. اين. اي) ۽ سندس گهر واري شمشاد بڇاڻي (موجوده قومي اسيمبليءَ جي ميمبر)، سهيل اديب بڇاڻي (آفيسر) ۽ مشهور صحافي شڪيل بڇاڻي ۽ ٻيا شامل آهن.

**پاٽولي، استاد عاشق حسين**: "پاٽولي والي بال ڪلب" ٽنڊي الهيار جو بئڪ سينٽر ۽ شوٽنگ بال کي ترقي وٺرائيندڙ عاشق حسين پاٽولي، 1940ع ۾ ٽنڊي الهيار ۾ ڄائو. هن والي بال راند جي شروعات سال 1953ع کان ڪئي. سندس ڪوشش سان ٽنڊي الهيار ۾ ٻن بهترين ڪلبن، راشدي ڪلب ۽ پاٽولي ڪلب جو وجود عمل ۾ آيو. هن بئڪ سينٽر کان سواءِ هر فيلڊ ۾ قسمت آزمائي ڪئي، پر بئڪ سينٽر جي پوزيشن کيس وڌيڪ مقبول رانديگر بڻايو. سندس ڏڪ ۽ اسٽائيل تي سندس ٽي استاد عنايت موالي، جو وڏو اثر هو جنهن کان متاثر ٿي سندس تربيت هيٺ بال ۾ لهر ۽ آئيڊيا جهڙا انگ پيدا ٿيا. هيءَ هميشہ مرڪندڙ، مانائتو دوستيءَ جو پڪو، قول جو سچو ۽ والي بال/ شوٽنگ بال جو شيدائي هو. راند ڇڏي وڃڻ کان پوءِ هر هنڌ ٽورنامينٽ ۾ ايندو رهندو آهي. هن حوصلي مند انسان همت ڪري مرحوم عبدالجليل يوسفاڻي، عبدالستار بڇاڻي ۽ مرحوم احمد يوسفاڻيءَ جي سهڪار سان چار آل سنڌ ۽ چار آل پاڪستان ۽ ضلعي ۽ مقامي سطح جون ڪيترين ٽورنامينٽون ڪرائي، نوجوانن ۾ راند جو شوق پيدا ڪيو آهي. هن وقت ٽنڊي الهيار ۾ ذاتي ڪاروبار سان واڳيل آهي.

**پاٽويون**: پاٽويون ضلعي سانگهڙ تعلقي کپري جو هڪ مشهور ڳوٺ آهي، جتي جي آدمشماري هزارن ۾ آهي. هتي بہ پرائمري اسڪول، اسپتال ۽ واٽر سپلاءِ اسڪيم موجود آهن. هيءَ ڳوٺ ميرپورخاص- نوابشاهہ ريلوي لائين تي آهي ۽ ساڳئي نالي سان ريلوي اسٽيشن بہ آهي.

**پاٽي**: ان مٽڻ لاءِ ڪاٺ مان ٺهيل هڪ ماڻ. جنهن ۾ هڪ سير اَن پوندو آهي. پاٽيءَ کان ننڍو ماڻ چوٿائي سڏبو آهي ۽ وڏو ماڻ ڪاسو ٿيندو آهي. انگريز دور ۾ اَن جا ماپا تبديل ٿيا تہ پراڻا ماڻ بہ آهستي آهستي ختم ٿيندا ويا، پر اڄا تائين هارين نارين کي اهي ماڻ ياد آهن. مثال طور:

4 چوٿايون = هڪ پاٽي (1 سير)
4 پاٽيون = هڪ ٽويو (4 سير)
4 ٽويا = هڪ ڪاسو (16 سير)
16 ڪاسا = هڪ خرار (20 مڻ).

**پاٽيجي**: ضلعي خيرپور جي تعلقي ناري ۾ هڪ ديهہ آهي، جنهن ۾ تجل شريف ۽ الله ڏنو ملو نالي ڳوٺ شامل آهن.

**پاٽينجر ايلڊرڊ** (Pottinger Eldered) : ايلڊرڊ پاٽينجر 12 آگسٽ 1811ع تي مائونٽ پاٽينجر جي گهر ۾ ڄائو. تعليم کان پوءِ فوجي نوڪريءَ سانگي بمبئيءَ جي توپخاني ۾ ڀرتي ٿي هندستان آيو. 1827ع ۾ پنهنجي چاچي هينري پاٽينجر جي مددگار جي حيثيت ۾ سنڌ جي سياسي معاملن لاءِ مکيہ عملدار (جاسوس) مقرر ٿيو. 1837ع ۾ کيس وچ اوڀر ڏانهن اُماڻيو ويو. ائين گهمندو ڦرندو پڇاڙيءَ ۾ ڪابل ۾ گهوڙن جو سوداگر ٿي آيو. پوءِ روحاني بزرگ (شعبدي باز) بڻجي، 1837ع جي آخر ۾ هرات ويو. انهيءَ زماني ۾ ايران جي قاچاري حڪمران (1837ع کان 1838ع) تائين هرات شهر کي گهيري ۾ آندو. پاٽينجر هن سموري عرصي ۾ شهرين جي مدد سان هرات جي بچاءَ لاءِ وڏا جتن ڪيا. ان ڪري هندستان جي انگريز حڪومت کيس هرات ۾ سياسي نمائندو مقرر ڪيو. 1841ع ۾ جڏهن پهرين افغان جنگ لڳي تہ پاٽينجر ڪابل جي اتر ڪوهستان ۾ هو. ڪابل جي ماڻهن جي بغاوت وقت اتان ڀڄي جند ڇڏايائين. انگريز لشڪر جي سربراهن جڏهن پاٽينجر جي صلاح جي ابتڙ افغان قوم پرستن اڳيان هٿيار ڦٽا ڪيا تہ پاٽينجر ٽن ماڻهن سان گڏ وزير محمد اڪبر خان وٽ يرغمال ٿيو ۽ 9 مهينا نظربند رهيو. آخر سيپٽمبر 1842ع ڌاري جنرل پالڪ کيس اچي اتان ڇڏايو. 1842ع ۽ 1843ع ۾ هن کي هڪ جاچ ڪميٽيءَ جي حوالي ڪيو ويو. ڇاڪاڻ تہ هن افغانستان ۾ هڪ معاهدي جي ڪوشش ۾ اٺوبهہ لک روپيا



خرچ ڪيا هئا. پر ان جاچ مان آزاد ٿي ويو. ان ڪانپوءِ هيءُ پنهنجي چاچي سان ملڻ لاءِ چين ويو ۽ 15 نومبر 1843ع تي هانگ ڪانگ ۾ وفات ڪيائين.

**پاٽينجر هينري** (Pottinger Henry): مشهور ڪتاب 'ٽرئولس اِن بلوچستان اينڊ سنڌ' جو ليکڪ، سر هينري پاٽينجر، 3 آڪٽوبر 1789ع تي آئرلينڊ جي برڪنڪشائر جي ڳوٺ مائونٽ پاٽينجر ۾ جائو. بيلفاسٽ اڪيڊميءَ ۾ تعليم ورتائين. ٻارهن ورهين جي عمر ۾ پڙهائي اڌ ۾ ڇڏي، سمنڊ جي سير تي نڪتو. 14 سالن جي عمر ۾ هندستان لاءِ روانو ٿي،



1803ع ڌاري مَـدرين سروسز ۾ قدم رکيائين ۽ پوءِ ڏيهي فوج ۾ ڀرتي ٿيو. ان دوران ڏيهي زبانن جو مطالعو به ڪندو رهيو ۽ ڪجهه عرصي لاءِ استاد به ٿي رهيو. سندس طبيعت ۾ پختگي تڏهن آئي، جڏهن 1806ع ۾ هڪ سائيءَ هئنڪي سمٿ سان گڏجي سنڌ مشن تي آيو. اها سنڌ ملڪ سان سندس پهرين ڏيٺ ويٺ هئي. پوءِ آهستي آهستي ملازمت ۾ ترقي ڪيائين. سيپٽمبر 1808ع ۾ سنڌ کان موٽڻ بعد جولاءِ 1809ع ۾ ليفٽيننٽ ٿيو. اهڙيءَ طرح ڪيس مهم جوئيءَ ۽ جاسوسيءَ جو شوق جاڳيو ۽ 1810ع ڌاري سنڌ، بلوچستان ۽ ايران جي مهم تي نڪتو. آڪٽوبر 1821ع ڌاري ڪئپٽن جو عهدو ماڻيائين. 'مرهٽا' جنگ ۾ ڀرپور حصو ورتي، جنگ ختم ٿيڻ تي احمد نگر جو ڪليڪٽر ٿيو. اهڙيءَ طرح 1825ع ۾ ڪڇ جو ريزيڊنٽ آفيسر مارچ 1829ع ۾ ليفٽيننٽ ڪرنل ۽ جنوري 1834ع ۾ ڪرنل جي عهدي جون ترقيون ماڻي ورتائين. ڪڇ ۾ رهندي، سنڌ جي معاملن ۾ گهري دلچسپي ورتائين. 'برنس' برادران کي هن ئي سنڌ موڪليو هو. 1834ع کان 1840ع تائين سنڌ ۾ برطانوي ايلچيءَ وارين خدمتن ڏيڻ عيوض اپريل 1840ع ۾ 'سر' جو لقب ماڻيائين. سنڌ ڇڏڻ کان پوءِ چين ۾ آفيم واريءَ مهم ۾ حصو ورتائين. اپريل 1843ع ۾ هانگ ڪانگ جو پهريون برطانوي گورنر مقرر ٿيو. آگسٽ 1847ع کان 1854ع تائين مدراس جي گورنر جي عهدي تي رهيو. اهڙيءَ طرح 1851ع ۾ آخري فوجي ترقي وٺي 'ليفٽيننٽ جنرل' ٿيو ۽ برطانوي تاج لاءِ شاندار خدمتن عيوض 1845ع کان 'هائوس آف ڪامنس' طرفان 'پاٽينجر' لاءِ تاحيات 1500 پائونڊ ساليانو وظيفو مقرر ڪيو ويو. 1854ع ڌاري سخت بيماريءَ سبب مدراس جي گورنر وارو عهدو ڇڏي انگلنڊ موٽيو ۽ 18 مارچ 1856ع تي وفات ڪيائين.

هينري پاٽينجر 19 سالن جي ڀوهه جوانيءَ ۾ مشهور زمانه 'سنڌ مشن' تي ميرن جي دربار ۾ آيو هو ۽ سنڌ ملڪ بابت اهم معلومات گڏ ڪئي هئائين، جيڪا جڳ مشهور "سمٿ رپورٽ" جي نالي سان شايع ٿي. 1809ع ۾ جڏهن سرجان مالڪوم جي ايران مهم ناڪام ٿي ته پاٽينجر پنهنجي دوست چارلس ڪرسٽيءَ سان گڏ سنڌ، بلوچستان ۽ ايران بابت وڌيڪ معلومات حاصل ڪرڻ جو منصوبو رٿي حڪومت کي مهم جوئيءَ لاءِ درخواست ڏني. ڪمپني سرڪار کي انهن ملڪن جي مستند معلومات جي ته اڳ ئي سخت ضرورت هئي، تنهنڪري ٻنهي کي اُن مهم لاءِ خوشيءَ سان موڪل ملي وئي. ٻئي ويس مٽائي، ٻه ڏيهي نوڪر ساڻ ڪري، گهوڙن جا واپاري بڻجي، 2 جنوري 1810ع تي سمنڊ رستي بمبئيءَ کان اولهه طرف روانا ٿيا. جيئن ته ٻئي سنڌ ۾ سفارتڪار ٿي آيا هئا، ان ڪري ماڻهن کي منجهن برطانوي ڪارندن ۽ جاسوس هئڻ جو شڪ جاڳيو پر هو منزلون ماڻيندا، لسٻيلي، سنڌ ۽ قلات بابت معلومات هٿ ڪندا، ڪاميابيءَ سان 'نوشڪيءَ' کان اچي نڪتا، جتان ڪرسٽي هرات روانو ٿيو ۽ پاٽينجر ٻيو رستو ورتي، ڪرمان ۽ شيراز کان ٿيندو اصفهان ۾ ڪرسٽيءَ سان وڃي مليو. ڪرسٽي اصفهان ۾ رهي پيو ۽ 1812ع ڌاري روسي حملي ۾ مارجي ويو. جڏهن ته پاٽينجر، اصفهان ڇڏي، بغداد ۽ بصري کان ٿيندو سلامتيءَ سان فيبروري 1811ع ۾ مهم کي ڪاميابيءَ سان پورو ڪري، بمبئيءَ وڃي پهتو ۽ پنهنجي مهم جو پيرائتو احوال لکي هڪ رپورٽ جي شڪل ۾ حڪومت آڏو پيش ڪيائين: جيڪا رپورٽ 1816ع ۾ 'ٽرئولس ان بلوچستان اينڊ سنڌ' جي نالي سان ڪتابي صورت ۾ ڇپجي پڌري ٿي. جڏهن 1825ع ۾ پاٽينجر کي ڪڇ جي ريزيڊنٽ جو وڏو عهدو مليو ته هو سنڌ جي وسيع، سرسبز، شاهوڪار ۽ شاداب ملڪ ۾ گهڻي دلچسپي وٺڻ لڳو. اهڙيءَ طرح 1827ع ۾ ڊاڪٽر برنس ۽ سندس ننڍي ڀاءُ اليگزينڊر برنس کي 1831ع ۾ سندس صلاح ۽ منظوريءَ سان سنڌ موڪليو ويو. اهي ٻئي ڀائر، پاٽينجر جي ماتحتيءَ ۾ ڪم ڪندڙ آفيسر هئا. پاٽينجر 1832ع ۾ باقاعدي ايلچيءَ جي حيثيت ۾ سنڌ جي دربار ۾ داخل ٿيو ۽ ٽالپر حڪمرانن سان دوستيءَ جو معاهدو ڪيائين. جنهن تحت سنڌو درياهه ۾ جهازراني ۽ واپاري لاڳاپا سرفهرست هئا. 1834ع کان پاٽينجر باقاعدي برطانوي حڪومت جو مستقل ايلچي بڻجي سنڌ جي دربار ۾ رهڻ لڳو. وڏن ميرن ۽ شهزادن جي وچ ۾ اٽڪٽ ۽ جهيڙن جهڳڙن جا نبيرا به هاڻ پاٽينجر حل ڪرڻ لڳو. جڏهن 1838ع ۾ سرجان ڪِين جي اڳواڻيءَ ۾ انگريزن جو لشڪر سنڌ مان لنگهڻو هو، تڏهن ان ڏکئي وقت ۾ پاٽينجر حيدرآباد واري دربار ۾ خدمتون سرانجام ڏئي رهيو هو ۽ سندس تحريڪ سان برطانيه سرڪار ۽ ٽالپر حڪمرانن جي وچ ۾ 1839ع وارو 14 نقطن تي مشتمل هيٺيون ناهه عمل ۾ آيو:

"جيئن ته وقت به وقت برطانوي سرڪار ۽ سنڌ جي اميرن جي وچ ۾ دوستيءَ ۽ مفاهمت جا عهدناما ٿيندا رهيا آهن ۽ جيئن موجوده حالتن موجب انهن تي نظرثاني ڪرڻ لازمي ٿي پيو آهي ۽ جيئن ته هڪ جدا معاهدو برطانوي سرڪار ۽ مير رستم خان خيرپور واري جي وچ ۾ طئي ٿيو آهي، انهيءَ کي سامهون رکندي متفق راءِ سان فيصلو ڪيو ويو ته:

(1) ايسٽ انڊيا ڪمپني ۽ حيدرآباد جي اميرن، هر هڪ مير نور محمد خان، مير ميرمحمد خان ۽ مير صوبدار خان جي وچ ۾ دائمي دوستي ۽ مفاهمت جا رشتا رهندا.

(2) سنڌ ۾ برطانوي لشڪر رکيو ويندو، جيڪو ٺٽي ۾ يا سنڌو درياهه جي اولهه پاسي اهڙي هنڌ رکيو ويندو، جنهن جو تعين هندستان جو گورنر جنرل ڪندو. گورنر جنرل لشڪر جو تعداد به مقرر ڪندو، جيڪو 5000 جنگجو جوانن کان مٿي نه هوندو.

(3) مير نورمحمد خان، مير نصير محمد خان ۽ مير مير محمد خان هر هڪ سنڌ ۾ برطانوي لشڪر جي پَٽي طور ساليانو هڪ لک رپيا ادا ڪندا، جيڪو مجموعي طور ڪمپنيءَ جي ٽن لکن ٻاڪرو يا تيموري سڪي جي برابر هوندو. مير صوبدار خان اُن پَٽي ڏيڻ کان آجو هوندو.

(4) حيدرآباد جي اميرن جي ملڪ کي ٻاهرين حملن کان بچاءُ جو ذمو برطانوي حڪومت جو هوندو.

(5) هن معاهدي تي صحيح ڪندڙ چارئي امير پنهنجن پنهنجن علائقن جا خودمختيار حاڪم هوندا. برطانوي حڪومت جو مٿن ڪوبه ضابطو نه هوندو. برطانوي حڪومت جا آفيسر اميرن خلاف سندن رعيت مان ڪنهن جي به شڪايت نه ٻڌندا.

(6) مٿين شقن ۾ ڏيکاريل چارئي امير هڪٻئي خلاف شڪايت جي دانهن برطانوي ريزيڊنٽ (يعني پاٽنجر) کي ڏيندا ۽ هو گورنر جنرل جي رضامنديءَ سان اهڙين شڪايتن جو فيصلو ڪندو.

(7) هڪ امير جي رعيت ٻئي امير جي حد ۾ زورآوري نه ڪندي ۽ متاثر رعيت جو امير، ان قسم جي زيادتيءَ جي ازالي جي خود سگهه نه ساري سگهندو ته برطانوي ريزيڊنٽ معرفت گورنر جنرل کي دادرسيءَ لاءِ درخواست ڪندو ته ضروري حالتن ۾ گورنر جنرل اهڙي زيادتيءَ جي جوڳي سزا ٻڌائيندو.

(8) سنڌ جا امير ڪنهن ٻاهرينءَ طاقت سان برطانوي حڪومت جي ڄاڻ ۽ اجازت کان سواءِ لهه وچڙ ۾ نه ايندا، باقي پنهنجن دوستن ۽ عزيزن ڏانهن عام خط و ڪتابت ڪري سگهندا.

(9) سنڌ جا امير بچاءَ خاطر برطانوي حڪومت جا ماتحت ۽ ٻانهن ٻيلي ٿي رهندا ۽ ان مقصد لاءِ برطانوي سرڪار جي حڪم هيٺ 3000 هزار لشڪر (گهوڙيسوار ۽ پيادل) فراهم ڪيا ويندا. اهو لشڪر برطانوي آفيسر جي ڪمانڊ هيٺ رهندو. سنڌ کان ٻاهر جيڪڏهن سنڌي فوج جا دستا رکيا ويندا ته برطانوي سرڪار انهن جو خرچ خود برداشت ڪندي.

(10) سنڌ ۾ هلندڙ ٻاڪرو يا تيموري سڪن سان گڏ انهن جي مُلهه برابر ڪمپني بهادر جو سڪو به هلندو.

(11) سمنڊ کان وٺي اتر ۾ حيدرآباد جي اميرن جي حد اندر سنڌو درياهه تي واپاري ٻيڙين کان ڪوبه محصول نه اوڳاڙيو ويندو.

(12) اگر واپاري ٻيڙين مان درياهه تي اوپارو يا لهوارو سامان لاهي ڪٽي به وڪرو ڪيو ويندو ته اُن تي رواجي محصول لاڳو ٿيندو جڏهن ته برطانوي ڪئمپ يا ڇانوڻيءَ لاءِ وڪامجندڙ سامان تي ڪوبه محصول نه لڳندو.

(13) درياهه جي ڇوڙ (گهوڙاٻاري) وٽ مناسب موسم ۾ واپاري يا ٻيا سامان آڻيندا رهندا ۽ پنهنجي مرضيءَ مطابق گڏ ڪندا رهندا ۽ سال جي موزون حصي ۾ انهن جي چرپر ڪري سگهندا ۽ ڪوبه واپاري گهوڙاٻاري يا ٻئي هنڌ سامان لاهي وڪرو ڪندو (برطانوي ڇانوڻيءَ کان سواءِ) ته هو رائج محصول ڀريندو.

(14) هندستان جي گورنر جنرل ۽ سنڌ جي اميرن جهڙوڪ مير نورمحمد خان ۽ مير نصير محمد خان جي وچ ۾ ٿيل هيءُ معاهدو ٻنهي ڌرين تي لازمي ۽ دائمي طور لاڳو ٿي وڃي ٿو هندستان جون ايندڙ حڪومتون ۽ ميرن جا وارث يا جاءِ نشين پڻ هن معاهدي تي قائم رهندا. ڌرين جي وچ ۾ هن کان اڳ ٿيل معاهدا به برقرار رهندا.

چوڏهن شقن تي مشتمل هيءُ معاهدو عزت ماٰب جارج لارڊ آڪلنڊ هندستان جي گورنر جنرل تاريخ 11 مارچ 1839ع تي صحي ڪيو حيدرآباد ۾ برطانوي ريزيڊنٽ ڪرنل پاٽنجر انهيءَ دستاويز جون چار ڪاپيون ٺاهي پنهنجي صحي ۽ مهر لڳائي، سنڌ جي چئني اميرن کي فراهم ڪندو."

[هيءُ معاهدو لنڊن جي معروف اخبار "ٽائيمس" جي صفحي 6 تي، 9 جون 1843ع تي ڇپيو]

اهڙيءَ طرح پاٽنجر جي 1810ع کان 1825ع تائين جي دور ۾ سنڌ کي جيڪي هاڃا رسيا، تن جو مختصر وچور پيش ڪجي ٿو:

برنس برادران جو سنڌ ۾ جاسوسي ڪرڻ؛ سنڌو درياهه جي خفيه سروي؛ شڪارپور ۽ اتر سنڌ جا علائقا شاهه شجاع طرفان ڦٻائڻ؛ انڊس فلوٽيلا ڪمپنيءَ جو قيام؛ ميرن جي وچ ۾ جهيڙن کي هوا ڏيئي ڪين ڪمزور ڪرڻ؛ ايتري قدر جو خيرپور جي پائرن مير رستم خان ۽ مير علي مراد جي وچ ۾ خونريز لڙايون لڳيون؛ منهوڙي جي قلعي ۽ ٻيٽ تي قبضو، بکر جو قلعو پهرين اڌاري طور وٺي ۽ پوءِ ان تي مستقل قبضو ڪرڻ؛ ڪراچيءَ ۾ انگريز فوجي ڪئمپ ۽ ڇانوڻيءَ جو قيام؛ انگريز ڇانوڻيءَ ۾ سامان جي فروخت تي محصول جو خاتمو؛ حيدرآباد جي ميرن جي هٿ هيٺ علائقن ۾ پنج هزار انگريز فوج رکڻ جي اجازت ۽ پٽي لاءِ ساليانو ٽي لک پيري ڏيڻ؛ حيدرآباد واري انگريز ڪئمپ تي حملي جو زوريءَ ميرن مٿان ڏنڊ مڙهڻ ۽ سنڌ جي آزاديءَ تي ناپاڪ حملو وغيره. هي سڀ ڪم پاٽنجر جي چالبازين سبب ٿيا. هن 1856ع ڌاري وفات ڪئي.

**پاٽيو:** ڪاٺ جو تَري يا مستطيل تختو جنهن کي سَانهر به چوندا آهن. ٻنيءَ ۾ ٻج جي ڇٽ کان پوءِ ڏاندن جي ڳچيءَ ۾ پاڃاري وجهي، ان سان هڪ اڻ گهڙيو ڪاٺ جو چوڪور ٽڪر ٻڌبو آهي. جنهن جي پويان ٻوڙا يا ٽاريون ٻڌبيون آهن ۽ اڳيان ڏاند ان کي گهليندا آهن. پاٽيي جي گهمائڻ سان هڪ ته ٻج زمين ۾ پورجي ويندا آهن ۽ جهار کان بچجي ويندا آهن. ٻيو ته زمين به سنوت ۾ ايندي آهي. اڄڪلهه پاٽيي يا سانهر جو نمونو جنهن ۾ گول ٻيپ مٿان انگوڙي مثل ڇلا، ڌُريءَ جي لڳو لڳ ٿيل ٿا. هي عام طور تي ٽراڪٽري ليٽڻ (Flat-Roll) کان ڳرو ٿيندو آهي، پترن پيڃڻ لاءِ ٽاريون يا ٻوڙا نه ٻڌبا آهن. هن کي ويڙهي ليٽڻ (Ring Roll) پڻ سڏيو ويندو آهي.

**پاٺ:** سنسڪرت زبان جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ 'سبق' آهي، جيڪو درسي ڪتابن ۾ موضوع جي لحاظ کان جدا استعمال ڪيو ويندو آهي. گرنٿ صاحب جا شبد ۽ اشلوڪ ۽ گرٻاڻي سازن کان سواءِ روزانو پڙهڻ کي "پاٺ" چئبو آهي، جيڪڏهن انهن شبدن کي راڳ وانگر سازن تي پڙهيو يا ڳايو وڃي ته ان کي "ڪيرتن" چئبو آهي. گرٻاڻيءَ جي پاٺ لاءِ تن من جي پاڪيزگي ضروري سمجهي ويندي آهي. تن جي پاڪيزگيءَ لاءِ اشنان ۽ 'پنج اشنان' ڪرڻ ضروري سمجهيو ويندو آهي. اشنان ۾ پوري جسم کي پاڻيءَ سان ڌوتو ويندو آهي ۽ 'پنج اشنان' ۾ فقط ٻئي هٿ، ٻئي پير ۽ منهن ڌوئبا آهن. اشنان ۽ 'پنج اشنان' ڪرڻ کان سواءِ گرٻاڻيءَ جو پاٺ ڪرڻ جائز نه سمجهيو ويندو آهي.

**پاٺشالا:** هندن ۾ ڌرمي تعليم ڏيڻ واري جاءِ، جتي هندي، گرمکي ۽ ٻين ٻولين سان گڏ هندن جا ڌرمي پستڪ پڙهيا وڃن، ان کي پاٺشالا چئون ٿا. سنڌ جي ڪيترن شهرن جهڙوڪ: سکر (ساڌٻيلو)، ميرپورخاص، پنگريو، پني عاقل، ٽالٽي بولا خان، ملي، اسلام ڪوٽ، ڏيپلي ۽ عمرڪوٽ ۾ ڪيترين ئي پاٺشالائون موجود آهن. جڏهن ته ڪراچي، حيدرآباد جي مندرن ۾ به پاٺشالائون

وانگر تعليم ڏني ويندي آهي. حيدرآباد ۾ 1870ع ڌاري ڏيارام گدومل پاران هاٿوڪي ليڊي ڊفرن اسپتال جي سامهون پانشالا شروع ڪرائي، جيڪا اڄ تائين چالو آهي. اڳي هن پانشالا ۾ هنري سکيائن ۽ چترڪاريءَ بابت به تعليم ڏني ويندي هئي. هاڻي صرف ڌرمي تعليم ڏني وڃي ٿي.

**پاپائيت**: پوپ رومن ڪئٿولڪ عيسائين جو مذهبي اڳواڻ تصور ڪيو ويندو آهي. شروع ۾ پوپ کي ملڪي حالتن ۾ مداخلت ڪرڻ جو مڪمل قانوني حق حاصل هوندو هو، جيڪو بعد ۾ ختم ٿي ويو. رومن ڪئٿولڪ وارن جو چوڻ آهي ته مقدس پطرس، جيڪو حضرت مسيح جو ويجهو ساٿي هو، روم ۾ اچي عيسائيت جي تبليغ ڪئي هئي ۽ پاڻ پوپ ٿي ويٺو هو. تنهنڪري پوپ کي ملڪي معاملن ۽ ڪليسا ٻنهي جي تعمير ۽ تنظيم جو ڪم سونپيل هوندو هو. پوپ جي تسلط کي پاپائيت چئبو آهي. هن وقت پاپائيت جو مرڪز "وئٽيڪن سٽي" آهي.

**پاپڙ**: مڱن يا ماينهَ جي دال مان ٺاهيل مصالحي وارين سنهين ۽ سَڪل چپاتين کي پاپڙ چوندا آهن. پاپڙ ضرورت وقت تَئي يا ٽانڊن تي سيڪي کائبا آهن. سنڌ ۾ 'پاپڙ پاڻي' هڪ اصطلاح به آهي، جيڪو سنڌي هندن ۾ مهمانن جي خاطرداريءَ لاءِ استعمال ٿيندو آهي. پاپڙ ٺاهڻ سگهڙپائيءَ جو ڪم سمجهيو وڃي ٿو ۽ عورتون گهرن ۾ وڏي مقدار ۾ پاپڙ ٺاهي رکنديون آهن. پاپڙ ڪيترن ڏينهن تائين کائبا آهن ۽ خراب نه ٿيندا آهن. پاپڙ ويلڻ سولو ڪم نه هوندو آهي، ان ڪري هڪ اصطلاح يا چوڻي مشهور آهي ته "ڪهڙا پاپڙ پيو ويلين؟". پاپڙ ٺاهڻ لاءِ عورتون ڪاٺ جا اوزار خاص طور ٺهرائي رکنديون آهن.

**پاپڙي**: ڪن جي هيٺئين لڙڪندڙ حصي واري چمڙي کي "پاپڙي" چوندا آهن. نينگرين جي پاپڙين کي ننڍي هوندي ئي ٽوپائي ڇڏبو آهن، ته جيئن ڏيءَ ۽ پٽ ۾ سڃاڻپ جو فرق هڪ طرف محسوس ٿئي، ته ٻئي طرف نينگري وڏي هوندي هار سينگار جا ڳهه ڳنا پائي سگهي. پاپڙين ۾ پائڻ جا ڳهه، واليون، ڪيوٽيون، پنڙا، ايئررنگ (Ear rings) وغيره سڏبا آهن.

- ڪنهن بنهه سنهي پاپڙ جهڙي شيءِ کي به پاپڙي چئبو آهي، جيئن چپن تي خشڪيءَ ڪان کل جمي ويندي آهي ته چئبو آهي "چپن تي پاپڙيون جمي ويون اٿس".

- جانيي جي ڪڙڪي به پاپڙي چئبو آهي. پاڻيءَ ڏنل زمين اُڪرڪي پوندي آهي، ته ان لاءِ به چوندا آهن ته زمين پاپڙي آهي.

**پاپلر** (Poplar): هيءُ وڻ بيد مشڪ يا سفيدي وانگر ڊگهو ٿيندو آهي. هن وڻ کي باغن، آبادين ۽ رستن جي ڪنارن سان لڳايو ويندو آهي. هن وڻ جو ڪاٺ ٿلهو ڪونه ٿئي، ان ڪري ان جي نرم ڪاٺ مان ماچيسن جون تيليون تيار ٿينديون آهن. هيءُ وڻ ٻن ٽن سالن ۾ وڏو ٿي ويندو آهي. ڪٿي ڪٿي ٻهراڙيءَ جا ماڻهو ٻڌهن ڪکن جون لانڍيون اڏيندا آهن ته هن وڻ جا داسا (ورا) ڏئي، ان جي مٿان ڇپر تيار ڪندا آهن. پاپلر جو ڪاٺ هارڊ ۾ ڇگو آهي. دادو ضلعي ۾ وڏي تعداد ۾ پوکيو ويو آهي. اصل ۾ هي ٻاهران آيل وڻ آهي. پاپلر ايڏو وڏو وڻ نه ٿيندو آهي، پوءِ به مانجهاندڙيءَ کان ٿلهو ۽ وڏو ٿيندو آهي. هن جو ڪاٺ ٻهر ۽ سفيدي کان مهانگو ڪامندو آهي. هيءَ سنڌي وڻن ۾ شمار نٿو ٿئي، پر هاڻي آهستي آهستي پوريءَ سنڌ ۾ پکڙبو وڃي ٿو.

**پاپليٽ**: کاري پاڻيءَ جي مڇيءَ جو هڪ قسم آهي. هيءَ سامونڊي مڇي آهي، جيڪا سنڌ ۾ وڏيڪ چاهه سان واپرائي وڃي ٿي. هن جي منڍي بنهه ناليءَ ماتر ٿيندي آهي، پر اُن جو پيٽ وڏيڪ ويڪرو ۽ ڇچڙي ننڍڙي ٿيندي وڃي ٿي. تمام ذائقيدار مڇي آهي، جنهن ۾ نه ٿهراڻ ۽ نه ڪا ڪي بوءِ ٿئي. هن ۾ وڏي واري ڪنڊي ڪانسواءِ گهڻا ڪنڊا ڪونه ٿين. انگريزيءَ ۾ هن کي 'پئمفريٽ' چوندا آهن.


پاپليٽ

**پاپ موسيقي** (Pop Music): 'پاپ' جو اصطلاح 'پاپولر' جو مخفف آهي. پاپ ميوزڪ، لوڪ موسيقي کان بلڪل مختلف ۽ نئين صورت آهي. هي موسيقيءَ جو هڪ جديد قسم آهي، جنهن کي اڪثر نوجوان طبقو پسند ڪري ٿو. پاپ ميوزڪ جو آغاز 1955ع کان پوءِ مغربي ملڪن ۾ مقبول ٿيو. شروعات آمريڪا کان ٿي، پر هن ثقافتي ۽ عام موسيقيءَ جي روايتن کي متاثر به ڪيو ۽ خود نيون صورتون اختيار ڪيون. هن وقت پاپ ميوزڪ دنيا ۾ وڏي پيماني تي ٻڌندڙن لاءِ فروخت ٿيندڙ موسيقي سمجهي وڃي ٿي. پاپ ميوزڪ کي عوامي موسيقي به سمجهيو ويندو آهي. ان ۾ جاز، فلمي گيت ۽ مزاحيه شاعري به شامل ڪري نت نئين ساز ۽ انداز سان پيش ڪيو وڃي ٿو. مغربي ملڪن ۾ راڪ، ريپ ۽ آر اينڊ بي پاپ ميوزڪ جو جاتل سڃاتل صورتون آهن.

دنيا ۾ پاپ ميوزڪ ذريعي شهرت ماڻيندڙن ۾ مائيڪل جيڪسن گهڻو مقبول رهيو. ان کانسواءِ ڪرسٽينا ايگلرا، ربي وليمز، نتاشا بيڊ نگفيلڊ، برٽني اسپيئرس، جيمز ميريسن ۽ ڪيلي ڪلرڪسن سميت ٻين پاپ گلوڪارن کي سٺي پذيرائي ملي آهي.

پاڪستان سميت ننڍي کنڊ ۾ 80 واري ڏهاڪي کان پاپ ميوزڪ متعارف ٿي. پاڪستان ۾ شروعاتي طور نوجوان گلوڪارن ۾ نازيه حسن، زوهيب حسن، محمد علي شهڪي، حسن جهانگير، جنيد جمشيد، سلمان، علي عظمت ۽ ٻين پاپ ميوزڪ ۾ پنهنجو فن پيش ڪيو. ڪجهه گروپ به ٺهيا، جن ۾ جنيد جمشيد جو 'وائيٽل'، علي عظمت ۽ سلمان جو 'جنون گروپ' گهڻا مشهور ٿيا.

پاپ ميوزڪ ۾ ڪجهه ڪلاسيڪي راڳين پڻ پنهنجيون ڪمپوزيشنس ڏنيون. جن کي استاد نصرت فتح علي خان پنهنجي ڪجهه مشهور قوالين ۽ رومانوي غزلن کي جديد سازن سان پيش ڪري ڏيهه پرڏيهه ۾ شهرت ماڻي. نوجوان راڳي سجاد علي پڻ ڪلاسيڪي سکيا باوجود ڪجهه گانا پاپ انداز ۾ پيش ڪيا. ائين ئي اڄڪلهه ٺاهي ڪجهه ڪلاسيڪي گيتن کي نئين انداز سان ڳايو ٻين نوجوان فنڪارن ۾ علي حيدر، حديقه ڪياني، عدنان سميع، فاخر، احمد جهانزيب ۽ انيڪ ٻيا گلوڪار پڻ پاپ ميوزڪ جي ڪري مشهور ٿيا.

سنڌي راڳين ۾ منظور سخيراڻي، طفيل سنجراڻي، شهريار علي، هالڪ سنڌي، ضامن علي ۽ ڪجهه ٻيا به پاپ ميوزڪ مان متاثر ٿي ان انداز سان پرفارم ڪري چڪا آهن.

پاپ ميوزڪ ۾ گٽار، ڊرمس، پيانو ڪي بورڊ، اونگا پونگا، ڪنجري، اليڪٽرڪ ڊرم وغيره استعمال ڪندا آهن. 80- 90 واري ڏهاڪي ۾ نازيه حسن جي ڪيترن گيتن پذيرائي حاصل ڪئي. "جنون گروپ" وارا اڪثر سڌو سنئون (Live) ڳائي پرفارم ڪرڻ سبب مشهور هئا، پر اڄڪلهه اهي گروپ ٽُٽي چڪا آهن ۽ ڪي فنڪار الڳ الڳ پرفارم ڪن ٿا ته ڪي جنيد جمشيد جيان مذهب طرف راغب ٿيا آهن. ڀارت ۾ به ڪجهه پاپ ميوزڪ سنگر اڀريا، اتان جي جڳ مشهور موسيقار اي. آر. رحمان پڻ ڪي گانا پاپ انداز ۾ متعارف ڪرايا.

**پاپولر يونٽي:** پاپولر يونٽي، لئٽن آمريڪا (South Amrica) جي هڪ ملڪ 'چليءَ' (Chile) جي کاٻي ڌر جي سياسي پارٽين جي گڏيل حڪومت (Collection Govt:) ۽ سياسي اتحاد جو نالو آهي، جنهن چليءَ تي 1970ع کان 1973ع تائين حڪومت ڪئي. انهيءَ سياسي اتحاد ۾ چليءَ جون پنج پارٽيون، سوشلسٽ پارٽي، ڪميونسٽ پارٽي، ريڊيڪل پارٽي، سوشل ڊيموڪريٽڪ پارٽي ۽ ميپو (Mepu: Marimiento De Accion Popular Unitario) شامل هيون. هن گڏيل حڪومت جو سربراهه سلواڊور آلندي گوسنس (Salvador Allende Gossens) هو جيڪو سماج وادي ۽ ساميه وادي (Socialist and Marxist) نظرئي جو پوئلڳ هو. آلندي کي صدر بنائڻ لاءِ ڪرسچئن ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ به مشروط حمايت ڪئي هئي، اڳتي هلي هن پارٽيءَ ساڄي ڌر جي آمريڪا نواز سياسي قوتن جو ساٿ ڏنو ۽ 'پاپولر يونٽي جي حڪومت' ختم ڪرڻ لاءِ منفي ماحول جوڙڻ لاءِ بنيادي ڪردار ادا ڪيو. ان جو مکيه ڪارڻ 'صدر آلندي' جون چليءَ لاءِ معاشي رٿابنديون هيون، جن جا 6 نڪتا هئا:

- ملڪ جي اقتصادي تاڃي پيٽي ۾ انقلابي تبديليون آڻڻ ۽ وڏين ملڪي صنعتن کي قوميائڻ.
- پورهيت طبقي لاءِ حقيقي اجوري جي ادائگي ۽ مهانگائي گهٽ ڪرڻ لاءِ اُپاءَ وٺڻ.
- ماڻهن جي خريداري سگهه ۾ واڌارو آڻڻ ۽ کاڌي جي مد ۾ واڌ آڻڻ.
- ٻين ملڪن تي اقتصادي طرح ڀاڙڻ وارو سلسلو بند ڪرڻ ۽ پاڻ تي ڀاڙڻ واري پاليسيءَ تي عمل ڪرڻ.

آلندي حڪومت انهن اصولن پٽاندر ڪيترين ئي گهڻ قومي ڪمپنين (Multi National Organizations) تي بندش وڌي ۽ ڪن ڪمپنين جا اڳوڻا معاهدا رد ڪري ڪين نوان معاهدا ڪرڻ جي آڇ ڪئي. اهڙي سياسي عمل جي ڪري اتر آمريڪا جي جانسن حڪومت هن سان ناراض ٿي پئي. ان کان سواءِ آلندي حڪومت بنا ڪنهن ڳجهي رپورٽ وٺڻ جي جنرل آگسٽو پنوشي کي تڪڙيون ترقيون ڏنيون، جنهنڪري هُن جي فوج ۾ سياسي مقصد رکندڙ گروپ جا فوجي ارادا وڌي ويا ۽ هن فوجي راتاهو هڻي، 7 ڊسمبر 1974ع تي چليءَ جي عوامي حڪومت کي ڊاهي ڇڏيو. هن صدارتي محل "لاموينڊا" (La Monida) تي حملو ڪيو ۽ صدر آلندي کي قتل ڪرائي ڇڏيو جڏهن ته سرڪاري سطح تي اهو هلايو ويو ته آلندي خودڪشي ڪئي آهي. ان ريت چليءَ مان جمهوري حڪومت جو 17 سالن وارو دور ختم ٿيو ۽ چليءَ تي ٽن ڏهاڪن تائين فوجي راڄ جي ظالماڻي ڪاري رات ڇانئجي ويئي.

**پاپ ۽ پم (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب آوتسنگهه مهتاب سنگهه آڏواڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 244 صفحا آهن. جنهن جي قيمت هڪ آنو ڄاڻايل آهي. بلٽونسڪي پريس، حيدرآباد، مان سال 1929ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

**پاڄ:** اها واٽ، جيڪا اوچائيءَ واريءَ پٽ تي چڙهڻ ۾ سولائيءَ لاءِ ٺاهي ويندي آهي. ڪن پڊن تي سامهون سڌائيءَ ۾ چڙهي نه سگهبو آهي، تنهنڪري ڪنهن سهولت واري هنڌان ٿورو آڏي سلاميءَ تي مٽي چڙهڻ لاءِ واٽ ٺاهبي آهي، جنهن کي ٿر ۾ "پاڄ" چوندا آهن. شيخ اياز به پنهنجي شاعريءَ ۾ 'پاڄ' لفظ استعمال ڪيو آهي.

**پاجامو:** پاجامو اصل ۾ ايراني لباس جو حصو آهي، جيڪو چيلهه کان هيٺ، اوگهڙ ڍڪڻ لاءِ ڪم ايندو آهي. هن ڪپڙي جو اصل نالو "پا- جامه" آهي، جيڪو ايران جي پهاڙي ۽ سرد علائقي لاءِ هر طرح موزون هو ۽ هيءُ لباس گهوڙي يا گڏهه جي سواريءَ ۾ به آساني پيدا ڪندو هو. ايران ۾ سنُو ۽ وزنائتو ريشمي توڙي سوٽي ڪپڙو ٺهندو هو جنهن تي ڇٽ (گل) به ٺهيل هوندا هئا. انهيءَ ڪري اتي جا بادشاهه، امير توڙي وزير انهيءَ ٺهيل پاجامي کي گهڻو پسند ڪندا هئا. آرين جڏهن ايران کان سنڌ ڏانهن هجرت ڪئي، تڏهن پنهنجو اهو لباس به پاڻ سان کڻي آيا. نبوت کان اڳ عربستان ۾ عڪاظ جو ميلو لڳندو هو جنهن ۾ وڏو واپار ٿيندو هو خاص ڪري اُتي ايران جو ڪپڙو ۽ پاجاما به وڪامندا هئا.


پاجامو

سرزمين سنڌ ۾ ايران مان آيل آرين پاجامو عام ڪيو جيڪو پاڪستان ٺهڻ تائين پاتو ويندو هو. پاجامو آرين جي سڃاڻپ هئي. سنڌ جا عامل هندو پاجامو پائيندا هئا ۽ لوهاڻا، واپاري ۽ پائيبند ڌوتي ٻڌندا هئا. ڀارت جا هندو توڙي مسلمان پاجامو ۽ ڌوتي پائيندا آهن، تنهنڪري اتان کان لڏي آيل مسلمان به هتي پاجامو عام جام استعمال ڪندا آهن. پر فرق اهو آهي ته سنڌي هندو، بنا ٻچيءَ وارو پاجامو پائيندا آهن، پر ڀارتي مسلمان ٻچيءَ وارو پاجامو پائين ٿا.

**پاچاري:** پاچاري ڪاٺين جو چوڪٽ آهي، جيڪا ڏڳن/ ڏاندن کي هر ۾ وهائڻ وقت يا بيل گاڏيءَ ۾ جوٽڻ وقت ڳچيءَ ۾ وجهبي آهي. گهڻو ڪري ڏڳي جي ڪنڌ تي پاچاريءَ جي گاٽ سبب نشان/ زخم ٿي پوندا آهن. جن کي "ڇانڊي" چوندا آهن.



**پاچيرو:** پاچيرو هڪ ٻوٽي آهي، جنهن کي پارهيڙو به چون، ان جي ڦرين کي ڪونئريون چون، جن جو آچار ٺاهبو آهي. پارهيڙو يا پاچيرو مال کي بخار ٿيڻ وقت ڪاڙهي پيئاريندا آهن.

**پاڇڙو (مَلي جي بيماري):** ميڻهن جي مند ۾، خاص ڪري وسڪاري کان پوءِ جسم ۾ ڦٽن ڦرڙين جو مرض پيدا ٿيندو آهي، جيڪو عام طرح جيتن جي چڪ هڻڻ، برسات ۾ بيٺل پاڻيءَ ۾ هلڻ يا ڊوڙڻ، يا ڪني پاڻي پيئڻ

سان ٿيندو آهي. سڄي جسم تي ڦرڙيون ٿي پونديون آهن. ان بيماريءَ کي "پاڇڙو" چوندا آهن ۽ جنهن موسم ۾ اهو مرض ٿيندو آهي، ان کي "پاڇڙي جي مُند" چوندا آهن.

**پاڇاتو اناج** (نصل) (Cuckoo Corn): بهار وارا اناج جا فصل. جيڪي وقت جي سوڙهاڳ سبب پوکجڻ کري آڳاٽن پوکيل اناج وارن فصلن جي پيٽ ۾ گهٽ پيداوار ڏين ٿا. برطانيه ۾ هنن فصلن جي پوکيءَ وقت يعني بهارجي رُت ۾ ڪوئل "ڪُوڪو" ڪندي آهي، ان ڪري آڳاٽي وقت کان اتي هن مند جي فصلن کي "ڪڪوڪارن" (cuckoo crop) چيو ويندو آهي.

**پاڇا پوئين پهر جا** (ڪتاب): هي ڪتاب، ڪهاڻيڪار انور بلوچ جي ڪهاڻين جو مجموعو آهي. هن ڪتاب ۾ جملي 25 ڪهاڻيون آهن. هن ڪتاب جو مهاڳ نامياري ڪهاڻيڪار نجم عباسيءَ لکيو آهي. ڪتاب ۾ شامل ڪهاڻين ۾ معاشري جي براين کي وائکو ڪيو ويو آهي، جن ۾ پوليس، وڏيرن جون براين، وڏين حويلين ۾ ٿيندڙ براين ۽ ٻيون معاشرتي براين شامل آهن. رنگين ٽائيٽل ۽ ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 152 صفحا آهن ۽ ان جي قيمت 50 رپيا آهي. هي ڪتاب روشني پبليڪيشن، ڪنڊياري پاران 1993ع ۾ شايع ٿيو




**پاڇا ۽ پڙلاءُ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب رسول بخش "خمار" جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 214 صفحا آهن ۽ قيمت ٻه رپيا پنجاهه پئسا لکيل آهي. ڇاپو پهريون، اداره آواز ادب، سنڌ پريس، حيدرآباد مان، سال 1965ع ۾ ڇپيو

**پاڇو/ پاڇولو**: ڪوبه گهاٽو ۽ سخت جسم روشنيءَ ۾ هوندو ته ان جي پٺئين پاسي يعني روشنيءَ جي ابتي پاسي ان شيءِ جو اونداهو عڪس ڏسڻ ۾ ايندو آهي، جنهن کي 'پاڇو' يا 'پاڇولو' ۽ 'سايو' به چوندا آهن. اصول آهي ته روشنيءَ جا ڪرڻا غيرشفاف شين مان گذري نه سگهندا آهن، بلڪ ان جي پوئين طرف اونداهو حصو نهي پوندو آهي. سج گرهڻ ۽ چنڊ گرهڻ به انهيءَ اصول تحت ٿين ٿا. پٽين، چٽين، وڻن وغيره جي پاڇي کي انسان پنهنجي فائدي لاءِ استعمال ڪندو آيو آهي. سج جي تيز روشني، يعني تيز اُس کان بچاءَ لاءِ وڻن ۽ پٽين جا پاڇا استعمال ٿيندا آهن. سج جي تيز روشني هڪ طرف جسم کي ساڙيندي آهي ته ٻئي طرف وڻن ۽ ٻوٽن کي زندگي بخشيندي آهي. پاڇو هر شيءِ جو ٿيندو آهي، سواءِ "ڪاراڻ" جي، ڇوته "ڪاراڻ" خود 'پاڇو' آهي. جيئن جيئن سج مٿي چڙهندو آهي، هر شيءِ پنهنجو پاڇو ننڍو ڪندي ويندي آهي. تان جو سج ڪاپار تي پهچڻ سان پاڇو گم ٿي ويندو آهي، وري جڏهن سج لڙندو آهي ته پاڇو وڏو ٿيندو ويندو آهي، پاڇي کي "ڇانوَ" به چوندا آهن. هرهڪ ساهواري جو پاڇو ٿيندو آهي، جيڪو گهٽبو وڌبو رهندو آهي. آڳاٽي وقت کان وني پاڇن جي مدد سان وقت جو تعين ڪيو ويندو هو ٻهراڙيءَ ۾ اڪثر نماز به سج جي پاڇي کي ڏسي ادا ڪندا آهن. ماضيءَ ۾ سنڌ جي ڪيترن عالمن سج جي لهڻ ۽ چڙهڻ سان پاڇي جي ننڍ وڏائيءَ تي نماز جا وقت مقرر ڪيا، جيڪي درست نه هئا، انڪري مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ پنهنجي ڪتاب "حاصل النهج" ۾ ان مسئلي جي ذڪر هيٺ سنڌي مهينن بدران عيسوي مهينن جا نالا لکيا ته جيئن سمجهڻ ۾ آساني ٿئي. هن اصلي پاڇي جي ڊيگهه پيرن جي تعداد



پاڇولو

جاڻائڻ سان ظاهر ڪئي آهي. پير مان مراد ڪنهن به درمياني قد واري مرد جو پير جيئن ته مخدوم محمد هاشم پنهنجي تحقيق جي ابتدا 6 جمادي الاول 1132هه/ 16 مارچ 1720ع کان ڪئي هئي، ان ڪري هن ڪتاب ۾ پهريون مهينو 16 مارچ کان 15 اپريل تائين لکيو هئائين. (1) 16 مارچ کان 31 مارچ تائين اصلي پاڇي جي ڊيگهه درمياني قد واري ڪنهن به مرد جي اڍائي پيرن جي ڊيگهه برابر هوندي آهي، (2) 1 اپريل کان 15 اپريل تائين ٻه پير (3) 16 اپريل کان 30 اپريل تائين ڏيڍ پير (4) 1 مئي کان 15 مئي تائين اڌ پير (6) 1 جون کان 15 جولاءِ تائين اصلي پاڇو ناپيد هوندو آهي، (7) 16 جولاءِ کان 31 جولاءِ تائين اڌ پير (8) 1 آگسٽ کان 31 آگسٽ تائين ڏيڍ پير (9) 16 آگسٽ کان 31 آگسٽ تائين ڏيڍ پير (10) 1 سيپٽمبر کان 15 سيپٽمبر تائين ٻه پير (11) 16 سيپٽمبر کان 30 سيپٽمبر تائين ٽي پير (12) 1 آڪٽوبر کان 15 آڪٽوبر تائين چار پير (13) 16 آڪٽوبر کان 30 آڪٽوبر تائين چار پير (14) 1 نومبر کان 15 نومبر تائين ساڍا پنج پير (15) 16 نومبر کان 30 نومبر تائين ڇهه پير (16) 1 ڊسمبر کان 15 ڊسمبر تائين ساڍا ڇهه پير (17) 16 ڊسمبر کان 31 ڊسمبر تائين ست پير (18) 1 جنوريءَ کان 15 جنوريءَ تائين ساڍا ڇهه پير (19) 16 جنوري کان 31 جنوريءَ تائين ڇهه پير (20) 1 فيبروريءَ کان 28 فيبروريءَ تائين ساڍا چار پير (22) 1 مارچ کان 15 مارچ تائين ساڍا ٽي پير.

وڌيڪ اونداهي، جيڪا روشنيءَ جي لهرن ۾ غيرشفاف جسم جي دخل اندازيءَ سبب پيدا ٿئي، ان کي پاڇو چوندا آهن. پاڇو جن عملن تي مشتمل آهي، انهن ۾ روشنيءَ جي ماخذ جي جسامت ۽ گرميءَ جي تيزي، غيرشفاف جسم جي ويجهائي، ان جسم جو حجم ۽ ان سطح جو زاويو ۽ مفاصلو جنهن تي پاڇو پئجي رهيو آهي شامل هوندا آهن. "مڪمل پاڇو" جنهن ۾ روشني پوريءَ طور رڪيل هوندي آهي ته ان کي ظِل ڪامل (umbra) چئبو آهي ۽ ظِل ناقص (Penumbra) جزوي (اڌ) پاڇي کي چئبو آهي.

آڳاٽن وهمن ۽ وسوسن مطابق ماڻهو سمجهندا آهن ته جنهن انسان تي ڪڏهن ڪڏهن پريءَ جو پاڇو پوندو آهي ته ان جي اثر کان ماڻهو بيمار ٿي

پوندا آهن. اهڙا ماڻهو چوندا آهن ته جن ۾ پريون رات جو اڏامندا آهن. جيڪڏهن انهن جو پاڇو ستل ماڻهوءَ تي پيو ته اهو ان اثر سبب بيمار ٿي پوندو آهي ۽ اهڙيءَ بيماريءَ کي "لڳت جو حساب" چئي، ان جو علاج ڪنهن پاڙهيتي يا عامل کان ڦيٽي ڦوڪاري ذريعي ڪرائيندا آهن.

**پاچيلي مهرو:** هي ڪاٺ جو نهيل هيڙيءَ جو اڳيون حصو ٿيندو آهي. چاڀاهي کان اڳتي ڪامن جيان 'برياٺ' هٽيا آهن ۽ ان جي مٿان ڪاٺ جو تختو ٻڌبو آهي. تختي جي منڍ ۾ مهرو ٿيندو آهي. ننڍين هيڙين ۾ رڳو هڪ اڳيل وارو مهرو ٿيندو آهي پر وڏين هيڙين ۾ پويان به مهرو ٿيندو آهي، جنهن کي "پاچيليءَ وارو مهرو" ڪري چوندا آهن. پاچيليءَ واري مهري جي هيٺيان 'سراڙو' ۽ ٻنهي پاسي 'سينڊ ڦل' لڳل هوندا آهن. سرائيءَ جي مٿان هڪ ڪاٺ جو ڦَٽو يا تختو لڳل هوندو آهي، جنهن تي 'سڪاڻي' يا ناڪٺو ويهي، هيڙيءَ کي هيڏي هوڏي ضرورت مطابق ڦيرائي يا هيڙيءَ جو رخ موڙي سگهندو آهي. پاچيلي مهري جي وچ ۾، جتي لانگ پٽي لڳل هوندي، اتي 'ويٺي' ٻيهارڻ لاءِ ڪَپ سان به جاڙيون ڪاٺيون پڻ لڳائيبيون آهن. هيڙيءَ جي پٺين حصي کي 'پاچيل' چئبو آهي، جنهن ۾ تخت، مهرو، ۽ سُڪاڻ ٿيندو آهي. پاچيل وارو حصو ويڪرو ٿيندو آهي. تخت جي هيٺان ملاحن جو سامان سڙو رکيل هوندو آهي.

**پادر:** هڪڙي پير ۾ پائڻ جو جوتو ٻنهي پيرن ۾ جوڙو پائبو آهي، انهيءَ ڪري انهن کي جتيون يا جوتا (جُت= ٻنهي پيرن ۾ پائڻ جا موزا) چوندا آهن. دراصل 'پادر' فارسي ٻوليءَ جو لفظ آهي، يعني پا+ در = پيرن ۾ وجهڻ لاءِ موزن يا جتين جو جوڙو. سنڌيءَ ۾ جوڙي مان هڪ کي 'پادر' چون. جيئن چئبو آهي "جتيءَ/ جوتي جو هڪ پادر نٿو ملي"، 'پادرَ' جي اصطلاحي معنيٰ آهي "جوتا کائڻ"، يا 'مار کائڻ'، پادر کي 'موچڙو' به چئبو آهي( پادرَ ۽ موچڙا ساڳي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندا آهن) ۽ هاڻ ته 'جوتي اڇلائي هڻڻ' جو عمل نفرت جي اهڃاڻ طور عالمي سطح تي مشهور ٿي ويو آهي. ڪيترن عالمي ۽ ڏيهي سطح جي ماڻهن ڏانهن نفرت مان اڇلايل جوتا علامت بڻجي ويا آهن.

**پادري:** عيسائين جي مذهبي رهنما کي 'پادري' چئبو آهي. 'پادري' اصل انگريزي لفظ 'فادر' (Father) آهي، جيڪو بدلجي 'پادري' ٿيو آهي. عيسائين جو اُهو مذهبي پيشوا، جيڪو ڪليسائي نظام ۾ 'بشپ' (Bishop) جي ماتحت هوندو آهي، اُن جي فرضن ۾ عبادت 'انجيل' جي تبليغ ۽ مذهبي رسمن جي ادائگي شامل هوندي آهي. هي هين سماجي تقريبن ۾ ڪليسا جي نمائندي جي حيثيت سان شريڪ ٿيندو آهي. رومن ڪئٿولڪ ڪليسا ۾ پادري کي 'فادر' چيو ويندو آهي، جيڪو سڄي عمر ڪنوارو رهندو آهي، جاڪاڻ ته ڪيس شادي ڪرڻ جي اجازت نه هوندي آهي، جڏهن ته پروٽيسٽنٽ (Protestant) فرقي جي عقيدي موجب پادريءَ کي شادي ڪرڻ لازمي هوندي آهي، پر آرٿوڊاڪس (Orthodox) ۽ قدامت پسند ڪليسائن ۾ هڪ شاديءَ کان پوءِ پادري ٻي شادي نٿو ڪري سگهي. هيٺين سطح تي پادريءَ جي چونڊ عام ماڻهو ڪندا آهن، جنهنڪري ان کي عام ماڻهن تي فوقيت حاصل هوندي آهي، پر يورپ ۾ پادريءَ جي چونڊ حڪومت جي ذمي هوندي آهي. پادري عيسائي مذهب جو پرچار به ڪندو آهي. نون ڄاول ٻارن کي بپتسما ڏيڻ جو فرض به پادري ادا ڪندو آهي.


پادري

بپتسما جي رسم ادا ڪرڻ لاءِ جيڪو پاڻي استعمال ٿيندو آهي، ان کي 'بيت المعمور' جو پاڻي چوندا آهن. بپتسما ڏيڻ وقت پادري اُن پاڻيءَ مان ٻار کي چند ڇنڊا هڻي ڪيس عيسائي مذهب ۾ داخل ڪندو آهي ۽ ٻار جي بخت ۽ اقبال لاءِ دعائون گهرندو آهي.

عيسائي ڪميونٽيءَ ۾ ڳوٺاڻي سطح تي عام ڏوهن جا فيصلا به جج جي حيثيت سان پادري ڪندو آهي. عيسائين جي ڪئٿولڪ فرقي جو وڏو روحاني اڳواڻ آرچ بشپ (Arch Bishop) ٿيندو آهي، جڏهن ته پروٽيسٽنٽ فرقي جي روحاني اڳواڻ بشپ جو درجو سڀ کان اعليٰ هوندو آهي. سنڌ ۾ عيسائي فرقي جا پادري ڪراچي، حيدرآباد، سکر، ميرپورخاص ۽ ٻين وڏن شهرن جي ڪليسائن ۾ رهندا آهن، جيڪي آچر جي ڏينهن چرچ ۾ عبادت ڪرائيندا آهن.

**پاڏو/ پاڏي:** مينهن جو نر ٻچو اُن کي ٻن ٽن سالن جي عمر تائين 'پاڏو' سڏبو آهي، پر وڏو ٿيندو ته ان کي 'ڪونهون' چوندا آهن. ڪونهون اڃا به وڏو ٿيندو ته ان کي 'سانُ' چوندا آهن. مينهن جي مادي ٻچي کي 'وڇ' يا 'پاڏي' چوندا آهن. وڇ وڏي ٿيندي ته 'وڇير' سڏبي. عمر جي حساب سان ٻهاڻ ۽ ٽهاڻ به سڏبي. ان بعد مينهن چوندا.



**پاڙل** (Bignonia): هڪ قسم جو وڻ جيڪو انب ۽ جمونءَ وانگر ڊگهو ۽ گهاٽو ٿئي ٿو هن جي ڏانڊي يا ڳري چار آڱر ويڪري ۽ اڌ گز ڊگهي ٿيندي آهي، جنهن مان ڪپهه جهڙي پشم نڪرندي آهي. هن جا ٻج سرنهن وانگر سنهڙا ٿيندا آهن. هن کي بنگالي ٻوليءَ ۾ پاڙهل، سنسڪرت ۾ پاٽل، هندي ۽ اردو ۾ پاڍل ۽ ويدن ۾ هن جو ذڪر مڌو دوتي نالي جڙي ٻوٽيءَ طور آيو آهي. پاڍل جا گل خوشبودار ٿيندا آهن. جيڪي بهار يا بسنت جي منڊ ۾ ٽڙندا آهن. انهيءَ ڪري ويدن ۾ هن کي مڌو دوتي يعني بسنت جو پيغام رسائيندڙ چيو ويو آهي. هي ٻن قسمن جو ٿيندو آهي: (1) ڳاڙهن گلن وارو (پاٽل)، (2) هيدبن گلن وارو( ڪاشٺ پاٽل). هي ذائقي ۾ ڪسارو ۽ مزاج ۾ سرد هوندو آهي. هماليه جبلن ۾ ڇئن هزارن فوٽن جي اتاهينءَ تي ٿيندو آهي. هندي شاعرن هن ٻوٽيءَ جي گلن جي تمام گهڻي تعريف ڪئي آهي.

**پاز:** درياهه يا نهر جو هيٺيون ڪپ. اهو ڪوهه، جنهن ۾ تڙ جو پاڻي نه هجي يعني اهڙو ڪوهه، جنهن ۾ آسپاس جو پاڻي سيمو ڪري اچي پوي. ٿر ۾ اهڙن کوهن جي اونهائي 50 کان 100 فوٽن تائين هوندي آهي. کوهه جي ڪپ تي پاڻيءَ جي سَمي سان هڏل ڳوٺ کي به "پار" چوندا آهن. جيئن: کوکرا پار، جيسي جو پار، سچڻ جو پار، پرينءَ جو پار ۽ پيري جو پار.

- 'پار' نالي سان ضلعي سانگهڙ جي تعلقي کپري ۾ هڪ ديهه موجود آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آهن:

سليمان گجو جيئڻ راجڙ (سرفراز راجڙ)، مجنون نوهڙي، صديق راجڙ (گل راجڙ)، رمضان، وليداد مري ۽ معظم الرحمان.

**پاراچنار:** هيءَ شهر صوبي سرحد جي خرم ايجنسيءَ جو صدر مقام آهي، جيڪو پشاور کان 80 ميل اولهه ۾ آهي. هتان افغانستان طرف رستو ويندو آهي. هتي جا قدرتي منظر تمام دلڪش آهن. هن شهر جو نالو چنار جي قديم وڻن جي گهڻائيءَ ڪري پيو آهي. "بچه سقه"، جيڪو افغانستان جو بادشاهه ٿيو هو پاراچنار جي هڪ بازار ۾ ماشڪيءَ جو ڪم ڪندو هو. چانور، ڪڻڪ ۽ مڪائيءَ جي فصلن کان سواءِ صوف، ناسپاتي، انگور ۽ ٻيا ميوا هن واديءَ جي زرعي پيداوار ۾ شامل آهن. پاراچنار جا اکروٽ سٺا ليکيا ويندا آهن. هتي جي مشهور ادارن ۾ پائيلٽ بيلون، آبزرويٽري، ماڊل زرعي فارم ۽ گورنمينٽ ڪاليج اچي وڃن ٿا.

**پاراشر:** ويدن جي زماني جو رشي، جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو ته رگ ويد جا ڪجهه شلوڪ سندس رچيل آهن. هو ڪپل منيءَ جو پوٽو هو. ڪيس پُلسيه رشيءَ کان 'وشنو پُراڻ' مئتريه رشيءَ کي سيکارڻ لاءِ مليو هو. هو 'ڌرم شاستر' جو پڻ مصنف هو جن جا متن گهڻو ڪري قانون جي ڪتابن ۾ حوالي طور استعمال ڪيا ويندا آهن. هن جو دور 1391 ق.م کان 575 ق.م چيو وڃي ٿو جيڪا ڳالهه ڪيترا اسڪالر تسليم نٿا ڪن. نروڪتا مطابق هو وشسٽ جو پٽ هو پر 'مهاڀارت' ۽ 'وشنو پُراڻ' ۾ هُو سَڪتري جو پٽ ۽ وشسٽ جو پوٽو چيو وڃي ٿو مَهاڀارت ۾ سندس جنم بابت آيل آهي راجا ڪلماش پد هڪ سوڙهي رستي تي سڪتريءَ رشيءَ کي سامهون آيو ۽ ڪيس رستي تان پوئتي هٽڻ لاءِ چيائين. رشيءَ پوئتي موٽڻ کان انڪار ڪيو ته راجا ڪيس چهبڪ سان ڌڪ هنيا. تنهن تي رشيءَ ڪيس راڪاس ٿيڻ جو سراپ ڏنو. انهيءَ صورت ۾ هن سڪتري کي کائي ڇڏيو جنهن جي زال، آدرسيئنتي پوءِ پاراشر کي جنم ڏنو جڏهن اُهو ٻار وڏو ٿيو ۽ پنهنجي پيءُ جي موت جي باري ۾ ٻڌائين ته هُن سيني راڪاسن جي ناس ٿيڻ لاءِ قرباني ڪئي، پر وشسٽ ۽ ٻين رشين ڪيس اُها مڪمل ٿيڻ نه ڏني. هُن پوءِ قرباني جي رهيل باهه کي هماليه جي اُترئين پاسي ڦهلائي ڇڏيو جيڪا راڪاسن، ٻيلن ۽ جبلن کي ناس ڪرڻ لاءِ چنڊ جي ڪلائن ۾ اجا تائين ٻرندي رهي ٿي.

**پاراميفيسٽوميس** (Paramphistomiasis): سنڌ سميت ڪيترن گرم ملڪن جي جانورن ۾ عام طور ٿيندڙ بيماري. هي جراثيم ايمفيسٽومن ساهوارن جي اوجهريءَ ۾ هوندا آهن. ان کان سواءِ اوجهريءَ (پيٽ) جي ٻين پاڱن ۾ به ٿيندا آهن. هي جيوڙا بالغ عمر ۾ بيماريءَ جو ڪارڻ بڻبا آهن ۽ آنڊن جي شروعاتي حصي ۾ رهندا آهن. ايفيسٽومز دنيا ۾ هر هنڌ ٿيندا آهن. پر گهڻو ڪري گرم ملڪن ۾ وڌيڪ ٿيندا آهن. هن ڪيڙي جا ميزبان ڪوڙ ٿيندا آهن. جن جي مٽيءَ ۾ ڪيترن سالن تائين جيئرا رهندا آهن ۽ برسات جي مند ۾ ڍيهر چرير ۾ اچي ويندا آهن ۽ 24 ڪلاڪن ۾ سرڪيريا خارج ڪندا آهن. جيڪي خول ۾ بند ٿي ميٽا سرڪيريا جي حالت ۾ ويجهڙي گاهه ۽ پاڻيءَ ۾ چئن هفتن يا وڌيڪ تائين زنده رهندا آهن. اهو گاهه کائڻ ۽ پاڻي پيئڻ سان جانور جي ننڍي آنڊي ۾ پهچي ميٽا سرڪيريا ڦاٽي پوندا آهن ۽ پوءِ اوجهري ۾ چئن کان پنجن هفتن تائين رهندا آهن ۽ شديد بيماري پيدا ڪندا آهن. عام حالتن ۾ ڳئون ۽ مينهون جوان ڪيڙن جي ڪري بيمار ٿين ٿيون ۽ بيماريءَ جون نشانيون ظاهر نه ٿيون ٿين. هلڪي بيماريءَ جي ڪري جانور ۾ بيماريءَ خلاف بچاءَ جي سگهه پيدا ٿيو پوي ۽ وڏا جانور بيماريءَ کان متاثر نٿا ٿين، پر ڦَر جهٽ بيمار ٿي پون ٿا . هيءَ بيماري خاص ڪري خشڪ علائقي ۾ پکڙجي ٿي جنهن ۾ سائو گاهه گهٽ هوندو آهي پوءِ جڏهن گاهه ڦٽندو آهي ۽ جانور گاهه ۽ پاڻي وارين جاين تي چرڻ ويندا آهن ان وقت جانور بيماريءَ کان ترت متاثر ٿي پوندا آهن.

ميٽا سرڪيريا جانورن جي آنڊن ۾ سوزش پيدا ڪن ٿا ۽ بيماري وچڙڻ کان پوءِ ٽن هفتن ۾ شديد صورت اختيار ڪري وٺندي آهي، ان کان پوءِ جڏهن ڪيڙا ٻاهر نڪرندا آهن ته آنڊن جا زخم پرچيو وڃن. سڀ کان پهرين بيماريءَ سبب جانورن جي بُک ختم ٿيو وڃي ۽ ٻن هفتن ۾ اڃ وڌي وڃي ٿي ۽ جانور پاڻي وڌيڪ پئي ٿو نندين ڦرن کي ٻن کان چئن هفتن اندر دست شروع ٿيو وڃن ۽ اهي ڪمزور ٿيو پون. سندن بک ختم ٿي ويندي آهي ۽ گهڻن دستن ٿيڻ ۽ جسم ۾ پاڻيءَ جي کوٽ سبب ڦر تمام ڪمزور ٿي مري وڃن ٿا. پراڻي بيماريءَ ۾ دستن سان گڏ رت به ايندو آهي. هن بيماريءَ ۾ بخار گهٽجي ويندو آهي.

**پارٿيا:** عيسوي سن کان 250 ورهيه اڳ، ايران جي اتر اوير ۾ پارٿيا لوڪن جي "پارٿيا" نالي سان هڪ سلطنت قائم هئي. هيءَ سلطنت ساسانين جي ظهور تائين گهٽ ۾ گهٽ پوڻا پنج سؤ سال قائم هئي. ڪين ساسانين ۽ رومن سان به جنگيون وڙهڻيون پيون. سندن اصل علائقو قزوين سمنڊ جي ڏکڻ اولهه ۾ انهن خطن تي مشتمل هو جيڪي پوءِ خراسان جا بنيادي علائقا سڏيا ويا. هن ملڪ جون حدون هيون: ڏکڻ ۾ موجوده زماني جا ڪرمان ۽ فارس، اولهه ۾ آذربائيجان، اپرندي سرحد اها ئي هيس، جيڪا اڄڪلهه افغانستان ۽ ايران جي وچ ۾ قائم آهي. پوءِ اها سلطنت گهڻو پکڙجي وئي هئي، پر هن جو ابتدائي علائقو اوتروئي رهيو. هتي پهلوي زبان ڳالهائي ويندي هئي. ايران جي تاريخ ۾ پارٿين کي "اشڪاني" به چيو ويو آهي. هي نالو "اشڪ" مان نڪيو جيڪو هن سلطنت جو باني هو هنن جو اصل مذهب "آتش پرستي" (باهه جي پوڄا) ۽ "آفتاب پرستي" (سج جي پوڄا) هو هيءَ سلطنت 227ع تائين قائم رهي.

**پارٽي:** گهڻن ميمبرن واري جماعت، اها جماعت جيڪا پنهنجي اڳواڻ جي فڪر ۽ فلسفي موجب ملڪي انتظام ترتيب ڏئي ۽ قانون جوڙي. پارٽيءَ جي جوڙجڪ عام ماڻهن مان چونڊيل ذهين فرد ڪندا آهن ۽ چونڊن ۾ حصو وٺي، اسيمبليءَ ۾ گڏ ٿي بحث مباحثي بعد عام ماڻهن جي ڀلي لاءِ رٿون ڏئي قانون ٺاهيندا آهن. ڪنهن به ملڪ ۾ هڪ کان وڌيڪ پارٽيون ٿي سگهن ٿيون، پر گهڻو ڪري حڪومت جا اختيار اڪثريتي پارٽيءَ وٽ هوندا آهن. سنڌ صوبي ۾ هن وقت پيپلزپارٽي گهڻائيءَ واري پارٽي آهي ۽ ٻين پارٽين ۾ مسلم ليگ (ف)، مسلم ليگ (ق)، متحده قومي موومينٽ ۽ مسلم ليگ (ن) وغيره شامل آهن.

**پارپتي ٽيڪچند، گدواڻي**: سنڌ جي هيءَ سماجي ۽ تعليمي خدمتگار نياڻي، 1 جنوري 1906ع تي حيدرآباد ۾ ڄائي. هن جو مشهور گدواڻي خاندان سان واسطو هو. جنهن خاندان انگريزن خلاف آزاديءَ جي جدوجهد ۾ سرگرم ڪردار ادا ڪيو هو. پارپتي 'پاڳناڙي ڪنيا ودياشالا ڪراچيءَ' جي هيڊماسترياڻي هئي. هن جي اڻٿڪ ڪوشش سان ڪراچيءَ جي اولڊ ٽائون جي ڪيترن ڪميونٽي هالن ۾ 'چرخا ڪلاس' ۽ 'ڪاڌي ناهڻ جا مرڪز' قائم ٿيا. هيءَ 1931ع ۽ 1942ع ۾ ترتيبوار هڪ سال ۽ ٽن سالن لاءِ جيل ۾ رهي. پارپتي سنڌ ۾ ٻالڪن جي ٻاريءَ جي بنياد وجهندڙن مان هئي ۽ ان لاءِ هن دادا شيوڪ پوڄراج سان گڏجي ڪم ڪيو هوءَ 1930ع ۾ ٻالڪن ٻاريءَ جي صدر ٿي ۽ 50 سالن تائين ٻارن جي ڀلائيءَ ۽ فلاح بهبود لاءِ جاکوڙ ڪيائين. سندس اڻٿڪ ڪوشش سان ٻالڪن جي ٻاري جون سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ شاخون قائم ٿيون ۽ ان مقصد لاءِ هن سنڌ جا تمام گهڻا ڳوٺ گهميا ۽ گشت ڪيا.

**پارپتي رامڪرشن آڏواڻي**: ليکڪا پارپتي رامڪرشنَ آڏواڻي، 18 اپريل 1924ع تي، حيدرآباد، سنڌ ۾ ڄائي. بي. اي ڪرڻ کان پوءِ ايل. ايل. بي ۽ بي. ٽي ڪيائين. ادبي دنيا ۾، پاڻ کي هڪ ليکڪا جي حيثيت سان متعارف ڪرايائين. سندس لکڻ جي خاص صنف 'مضمون' هئي. هن جون رچنائون ٽڙيل پکڙيل آهن. گيتا تي انگريزي ٻوليءَ ۾ 50 صفحن جي ٽيڪا (شرح) لکڻ تي، سوامي چيناننڊ وٽان ڪيس سونو ٻلو انعام طور مليو هو. ورهاڱي کان پوءِ، هندستان لڏي وئي، جتي تلڪ نگر، بمبئيءَ ۾ رهائش اختيار ڪيائين.

**پارپتي رميش لعل، آڏواڻي**: پارپتي رميش لعل آڏواڻي، ٻهرين آڪٽوبر 1969ع تي احمد آباد (پارت) ۾ ڄائي. فن جي دنيا ۾ پاڻ کي هڪ راڳيءَ طور متعارف ڪرايائين. سندس ڪيترائي گيت آل انڊيا ريڊيو تي نشر ٿي چڪا آهن. پاڻ احمد آباد، پارت ۾ رهي ٿي.

**پارپتي ماڙيچاڻي**: پني عاقل شهر ۾ جنم وٺندڙ مائي پارپتي سماجي خدمتن سبب علائقن ۾ گهڻي مشهور هئي. ذات جي ماڙيچاڻي هئي. ڪٿي ڪو لاوارث لاش هٿ ايندو هو ته هيءَ سندس ڪفن دفن جو بندوبست ڪندي هئي. ڪاروبار لاءِ اٺ گاڏا هوندا هئس. ترَ جي وڏيرن ۽ سياسي ماڻهن جي مالي مدد به ڪندي هئي. هن ايوب خان جي دؤر ۾ بي. ڊي اليڪشن ۾ به حصو ورتو ۽ ڪامياب ٿي. هوءَ ضلعي امن ڪميٽيءَ جي ميمبر پڻ رهندي هئي. پارپتي غريبن جي مدد ۾ اڳيري رهي. سندس ذات سان تعلق رکندڙ لڏارام سندس مدِ مقابل هوندو هو مائي پارپتي 1967ع تائين پني عاقل ۾ رهي، مهاراج سيتل داس (ڏسو: سيتل داس، سامي) جيان ڪيس سماجي ڪمن ۾ سڪون ملندو هو پر چيو وڃي ٿو ته ڪنهن ظالم زميندار پاران ڪيس ڏاڍائيءَ جو شڪار بڻايو ويو جنهن بعد هوءَ هندستان جي مارواڙ علائقي ۾ وڃي رهائش پذير ٿي ۽ اتي ئي لاڏاڻو ڪيس. اڄ به ترَ ۾ سماجي خدمتن سبب سندس ذڪر ڪيو وڃي ٿو (وڌيڪ ڏسو: پنوعاقل).

**پارپپر**: هن وڻ کي انگريزي ۾ Partia Tree، لاطيني ۾ Thespisia Populnea، سنسڪرت ۾ پاريڪ، گجراتيءَ ۾ پارش پيپلو هنديءَ ۾ پارس پيپل، بنگالي ۾ پراش گج ۽ پنجابيءَ ۾ پهاڙي پيپل چئبو آهي. هن جي آکهه Malvaceae آهي.


پارپپر

هي پپر جي وڻ جهڙو، پر پن ان کان وڏا ٿورا ڇهنب دار هوندا آهن. هن جو ڦل به پپر کان وڏو هوندو آهي. پن سدا ست کان پندرنهن سينٽي ميٽر ڊگها هوندا آهن. پن ۾ پنج کان ست نسن وانگر ڌاريون هونديون اٿس. نرسري ۾ هن جا ننڍا ٻوٽا عام جام ملن ٿا.

**پارجاتڪ** (ڪتاب): اورنگزيب عالمگير لاءِ چيو وڃي ٿو ته: هن راڳ تي بندش وڌي هئي ۽ بادشاهي دربار مان راڳ کي نيڪالي ڏني هئي، پر پوءِ به سندس دور ۾ موسيقيءَ جي فن تي ڪجهه ڪتاب لکيا ويا، جن مان هڪ ڪتاب مرزا روشن ضمير لکيو جيڪو موسيقيءَ جو مڃيل استاد هو. هن عربي، فارسي ۽ هنديءَ ۾ ڪجهه ڪتاب هن فن تي لکيا، پر اهي هاڻي دستياب نه آهن. "پارجاتڪ" اصل ۾ سنسڪرت زبان ۾ لکيل موسيقيءَ جي ڪتاب جو ترجمو آهي. هن ۾ ٽي باب آهن. پهريون گيت ڪانڊ، جنهن ۾ ڳائڻ جا اصول ڏنل آهن. ٻيو اواديه ڪانڊ، جنهن ۾ سازن تي بحث ڪيو ويو آهي. ٽيون نرتيه ڪانڊ، جنهن ۾ رقص تي بحث ڪيل آهي. هي ڪتاب فارسي زبان ۾ ترجمو ٿي چڪو آهي.

**پارچو**: اصل فارسي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جيڪو "ڪپڙي يا ڪپڙي جي ٽاڪيي" جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندو آهي. خاص ڪري ريشمي ڪپڙي جي ٽاڪيي کي 'پارچو' چوندا آهن. ميين شاهه عنايت ۽ شاهه لطيف، سر سريراڳ، جي بيتن ۾ پارچو لفظ 'ڪپڙن' يا 'ڪپڙن جي ٽاڪين' جي معنيٰ ۾ استعمال ڪيو آهي:

ڪرڦل، ڦوٽا، پارچا، پاٽيٽ پاٽائون،
ڪونيون قيمت سنديون، تر ۾ ٽاڪيائون.

**پارڙو**: هڪ قسم جو اڇو موتي جنهن جي اندر ميڻ پريل ٿيندو آهي. ان کي 'شيلاني موتي' (سيلاني موتي) به چوندا آهن. اهي موتي تمام سهڻا ۽ اڇي رنگ جا ٿيندا آهن. سونارا هي موتي نٿ يا ٻولي ۾ لعلن سان گڏ سونهن لاءِ وجهندا آهن.

**پارَس**: هڪ قسم جو پٿر، جنهن لاءِ عام روايت آهي ته اهو لوهه سان لڳي ته ان کي سون ڪري ڇڏيندو آهي. هي پٿر ناياب ٿيندو آهي، جنهن جي تلاش ۾ ڪيترا ماڻهو هر دور ۾ سرگردان رهيا، پر محروم رهيا. چوڻ ٿا ته 'پارس' جبل جو پٿر آهي، پر ڪنهن قسمت واري کي



هٿ ايندو آهي. پارس جي ڳولا لاءِ ڪي ماڻهو وري جبل ۾ چرنڊ ۾ ڪرين جي ڪُرن ۾ ننڍا نعل هٽي ڇڏيندا آهن. پوءِ روزانو جاچ ڪندا آهن ته پارس ڪي ڇهي ته نه آئي آهي. جيڪڏهن ڪنهن ٻڪريءَ جي ڪُر ۾ سونو نعل لڳل مليو ته پوءِ انهيءَ ٻُوءِ ڪي سڄي عمر لاءِ ڏوريندا رهندا آهن. ڪن روايتن مطابق "پارس" فقط درويشن ۽ الله وارن فقيرن کي ملندو آهي. چون ٿا ته شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ کي ڪنهن فقير کان پارس پٿر مليو هو پر پاڻ اهو ائين چئي سنڌو درياهه ۾ اڇلائي ڇڏيائين ته "اسان فقير پارس کي ڇا ڪنداسين!" شاهه جي رسالي ۾ پارس بابت بيت موجود آهي ته:

'تون پارس آءُ لوهه، جي سَڄين ته سون ٿيان'

سنڌ ۾ ڪو شخص اوچتو دولتمند ٿي ويندو آهي ته عام طرح چوندا: "ڪٿان پارس هٿ آيو اٿئي ڇا؟". هيءُ هڪڙو خيالي پٿر آهي، جنهن جو وجود تصوراتي ۽ زباني روايتن تي ٻڌل آهي.

**پارَسُ**² (ڪتاب): هن نالي سان هڪ ڪتاب فرمان علي لغاريءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 135 صفحا آهن. ڇاپو ڀيرون الهلال اليڪٽرڪ پريس ٽنڊي الهيار، مان سال 1951ع ۾ ڇپيو.

**پارَسُ** (ڪتاب): هن نالي سان هڪڙو ڪتاب عبدالمجيد سلطان احمد جوڻيجي جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 80 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو 12 آنا رکيل اٿس. هن جو ڇاپو ڀيرون محمد سومار شيخ، فردوس پريس، حيدرآباد، مان سال 1957ع ۾ ڇپايو.

**پارَسُ** (ڪتاب): هن نالي سان هڪ ڪتاب ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 120 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو 25 پئسا ڄاڻايل آهي. ڇاپو ڀيرون لطيف اڪيڊمي، سنڌ زميندار پريس، سکر مان ڇپيو.

**پارَسُ** (رسالو): سنڌ جي ناميا ري شاعر اياز گل، سکر مان 'پارس' پبليڪيشن جي نالي سان هڪ رسالو 1977ع ڌاري ڪڍيو هو جنهن جا ٻه پرچا نڪتا ۽ ساڳيءَ پبليڪيشن پاران اياز گل جي ٻاراڻي شاعريءَ جو هڪ ڪتاب "گل ۽ تارا" به شايع ٿيو هو.

**پارس/ فارس**: 'ايران' جو ٻيو نالو جيڪو هوشنگ جي پٽ تان هن ملڪ تي پيو هن لاءِ اهو به چيو وڃي ٿو ته اهو حضرت نوح عليه السلام جي پوٽي جو نالو هو. "پارس" نالي جي مناسبت سان ايران جي ٻوليءَ کي "پارسي" به چيو ويندو آهي. وقت گذرڻ سان قديم اچار 'پ' جديد ٻوليءَ ۾ 'ف' ۾ بدلجي ويو، اهڙي طرح 'پارس' مان 'فارس' ۽ 'پارسي' مان 'فارسي' مستعمل ٿي ويو.

**پارس پاڳ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ڏيپچند ڪندن مل جو لکيل آهي. رايل سائيز واري هن ڪتاب ۾ 54 صفحا آهن، جنهن جي قيمت 9 آنا رکيل آهي. ڇاپو ڀيرون، ليکڪ سال 1876ع ۾ ڇپايو.

هن نالي سان ٻيو ڪتاب تاراچند آسوديمل ٺهلراماڻيءَ جو لکيل آهي، جيڪو ٻن پاڱن ۾ ڇپيل آهي. ڪتاب جا ٻئي پاڱا نئشنل پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان، سال 1934ع ۾ ڇپيا. پهرئين پاڱي ۾ 206 صفحا آهن، جنهن جي قيمت هڪ رپيو آهي. ٻئي پاڱي ۾ 200 صفحا آهن، جنهن جي قيمت هڪ رپيو 12 آنا ڄاڻايل آهي.

**پارس پپل** (Tulip): هڪ قسم جو ٻوٽو آهي، جيڪو پسارڪي وڪر طور ڪم ايندو آهي. هي وچولي قد جو ٻوٽو آهي. هن جا پن پان جي پنن جيان نوڪدار ۽ گل ڪٽوري جيان اين ڪنارن سان ٿين ٿا. گلن جا پن ۽ ڦر پيندين وانگي ٿيندا آهن. هن ٻوٽي جي تازين ڦرين مان هڪ رس نڪرندو آهي، جيڪو وڇونءَ يا ڪنهن زهريلي جيت جي ڏنگيل جاءِ تي آرام رسائي ٿو.اِن جي ڦرين مان ٻيو گهاٽو رس به نڪري ٿو جو خارش ۽ ڏڌ وغيره ۽ ڪل جي بيمارين لاءِ ليپ طور ڪتب اينڊڙ ۽ ڪارآمد آهي.



پارس پپل

**پارس حميد**: شاعر پارس حميد جو اصل نالو حميد الحق قاضي آهي. هن ڀيرين جنوري 1957ع تي ڳوٺ گاهي خان جلباڻي لڳ خانواهڻ، تعلقي ڪنڊياري، ضلعي نوشهري فيروز ۾ جنم ورتو. تعليم ايم. اي (ايڪنامڪس: 1983ع)، ۽ ايل ايل بي (1985ع) آهي. پارس حميد سٺو شاعر ۽ نثرنگار آهي. 1976ع کان سنڌس شاعري، ادبي مضمون ۽ مقالا، مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپجندا رهيا آهن ۽ سنڌس شاعريءَ جو ڪتاب "هٿ ترين تي روشن ڏک" (2006ع) ۽ "ديس پرديس" (ترتيب)، سنڌي ادبي سنگت خانواهڻ پاران 1981ع ۾ ڇپيل آهي. سنڌس شاعريءَ جو ٻيو مجموعو "ڀيرون خواب" ڇپائيءَ هيٺ آهي. پارس حميد، هن وقت سنڌ سيڊ ڪارپوريشن ۾ اسسٽنٽ ڊائريڪٽر (مارڪيٽنگ) آهي.



**پارس عباسي**: ليکڪا پارس عباسيءَ، 17 فيبروري 1965ع تي خيرپور ميرس جي مشهور شاعر تنوير عباسي ۽ ڊاڪٽر قمر عباسيءَ جي گهر ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم خيرپور ۾ حاصل ڪيائين. ۽ انٽرميڊيٽ بورڊ سکر مان 1982ع ۾ امتيازي حيثيت سان انٽر پاس ڪيائين. 1990ع ۾ مهراڻ يونيورسٽيءَ مان امتيازي حيثيت ۾ آرڪيٽيڪچر ۾ بي. اي ڪيائين. 1991ع ۾ سنڌس شادي انجنيئر شاهد عباسيءَ سان ٿي. شعر جو ذوق ڪيس ورثي ۾ مليو ڇمڻ سان ئي گهر ۾ ادبي ماحول پسيائين. ٽيرهن ورهين جي ڄمار کان لکندڙ پارس عباسيءَ جي شاعريءَ جو مجموعو "ريشمي آواز" جي نالي سان ڇپيل آهي.



**پارسنات جو پُتلو**: پارسنات جين ڌرم وارن جو هڪ وڏو ديوتا آهي، جيڪو مشهور مهاتما گرو گورڪنات جو چيلو هو هن پتلي جي باري ۾ مختلف ۽ متضاد ڪهاڻيون آهن. جيڪي پاري ننگر جي اوسواڙ واپاري 'منگهو' سان لاڳاپيل آهن. هن پتلي بابت هڪ ڪهاڻي عام مشهور آهي ته منگهو اوسواڙ ڪنهن وقت ۾ واپار سانگي گجرات جي "پٽڻ" شهر ويو

جتي خواب ۾ ڪنهن ديوتا طرفان پارسنات جي پُتلي بابت جاڻ مليس ۽ حڪم ٿيس ته هُو اهو پتلو ڪڍائي گوڙيءَ جي مندر ۾ رکرائي. هُن اُن حڪم جي پوئيواري ۾ اُهو پتلو ڪڍائي، واپس وطن وريو ۽ اچي گوڙيءَ جو مندر ٺهرائي: پتلو انهيءَ مندر ۾ رکرائي ڇڏيائين. ۾ پارسي تاريخ نويسن موجب منگهو اوسواڙ اهو پارسنات جو پتلو پنج سئو رپين ۾ ڪٽان خريد ڪيو هو ۽ سن 1376ع ۾ اهو مندر ٺهرائي، پتلو انهيءَ ۾ رکرائي ڇڏيائين. بعد ۾ ماڻهن جو تجسس ۽ ڏيان وڌائڻ لاءِ منگهو اوسواڙ ديوتا واري ڳالهه هُلائي ڇڏي. پارسنات جو پتلو، اڇي سنگ مرمر جو ٺهيل 11 فوٽ ڊگهو آهي، جنهن جي نرڙ ۽ ڇاتين تي هيري جون ڪٽيون لڳل آهن. ڪن روايتن ۾ اهو پڻ آهي ته پارسنات جو پتلو، منگهي اوسواڙ، هڪ تُرڪ مسلمان کان، هڪ سؤ رپين ۾ خريد ڪيو هو. پارسنات جو پتلو، ڪيترائي ورهيه گوڙيءَ واري مندر ۾ رکيل هو. ڪيترائي ماڻهو انهيءَ پتلي کي ڏسڻ لاءِ پري پري کان ڪهي ايندا هئا. مقرر ڏينهن تي هن پتلي کي کوٺيءَ مان ڪڍي، ٻاهر چبوتري تي رکيو ويندو هو، جتي ڪيترائي ماڻهو پتلي جو ديدار ڪري، اُن تي پيتا رکندا هئا. اها رسم ڪيترائي سال هلندي رهي. 1716ع ۾ جڏهن سوڍو ستوجي، ويراواهه جي راڻي جي گاديءَ تي هو ته سندس پائرن انهيءَ مندر جي آمدنيءَ تي اکيون وڌيون ۽ ڪيترائي پئسا لٽائڻ لڳا. انهيءَ ڪري سوڍو ستوجي ڪاوڙجي، پتلي کي کڻي ٻاڪاسر (جوڌپور) هليو ويو ۽ اُهو ٻاڪاسر جي قلعي اندر نم جي وڻ هيٺيان پُوري ڇڏيائين. هُو هر سال انهيءَ پتلي کي ٻاهر ڪڍي ميلو لڳائيندو هو. ميلي ۾ ڪيترائي ماڻهو پتلي جو ديدار ڪري، پيتا ڏيئي ويندا هئا. بعد ۾ سوڍي اهو پتلو وري کڻي اچي ويراواهه ۾ رکايو، جتي پڻ هر سال ميلو لڳندو هو. 1832ع ۾ اهو پتلو "پونجوجي" نالي هڪ سوڍي وٽ هو. سوڍي جي سنڌ جي ٽالپرن سان نه لڳندي هئي، سونيٽ جنگ لڳي ۽ پونجوجي مارجي ويو. ڪنهن کي خبر نه پئي ته هن اهو پتلو ڪٿي پُوري رکيو هو ۽ ائين ئي اهو پتلو هميشه لاءِ گم ٿي ويو.

**پارسي:** پارسي پاڪستان ۽ هندستان جو هڪ اقليتي طبقو آهن. آتش پرست، زردشتي (زرتشتي) مذهب جا پوئلڳ آهن. جڏهن عربن ايران فتح ڪيو ته ڪيترن ماڻهن اسلام قبول ڪيو ۽ ڪيترا وري لڏي هندستان اچي ويا. هي ماڻهو ثنويت جو (ٻٽو) عقيدو رکن ٿا. سندن عقيدي موجب، خير ۽ شر جا ٻه الڳ الڳ خدا آهن. اهي خير جي خالق کي 'يزدان' يا 'اهرمزد' ۽ شر جي خالق کي 'اهرمن' چوندا آهن. هي باهه، سج، چنڊ ۽ تارن کي يزدان جا مختلف مظهر سمجهندا آهن، اهوئي سبب آهي، جو هنن جي عبادت گاهن ۾ هر وقت باهه ٻرندي رهندي آهي. پارسي، پنهنجي مُردن کي دفنائڻ يا ساڙڻ بدران هڪ ڪليل اوچي عمارت تي رکي مڙدي جي جسم مٿان ڏهي هٽي ڇڏيندا آهن ته جيئن انهن کي ڳجهون ۽ ٻيا پکي کائي وڃن. اهڙيءَ خاص عمارت کي هو "دُخَمه" (خاموشيءَ جو مينار) سڏيندا آهن. بمبئيءَ ۽ ڪراچيءَ ۾ اهڙا "دخمه" موجود آهن، پر جتي دخمه نه آهن، اتي هنن جا الڳ قبرستان آهن،


پارسين جو مذهبي نشان

جتي مجبوريءَ جي حالت ۾ جنازي کي دفن ڪندا آهن. لاهور ۾ اقبال پارڪ ويجهو هڪ پارسي قبرستان آهي.

پارسي مذهب، غير تبليغي مذهب آهي. هي ماڻهو نه ٻين مذهبن جي ماڻهن کي پنهنجي مذهب ۾ داخل ڪندا آهن ۽ نه ئي انهن سان شادي مراديءَ ۾ ڏيتي ليتي ڪندا آهن. انهن سخت پابندين سبب اهي ٻين وڏن مذهبن، اسلام، عيسائيت، يهوديت وغيره جي ثقافتي اثرن کان آجا رهيا آهن. علم حاصل ڪرڻ پارسين جي ايمان جو مُکيه جُز آهي. هر پارسي عبادت گاهه ۾ هڪ تعليمي درسگاهه ضرور هوندي آهي. دنيا ۾ پارسين جو ڪل تعداد ٻن لکن جي لڳ ڀڳ آهي،، جن مان 2001ع جي آدمشماريءَ موجب 70 هزار پارسي هندستان جي مختلف شهرن، بمبئي، سورت ۽ ان جي آسپاس ۾ رهن ٿا. پارسي عام طرح واپاري ۽ خوشحال ماڻهو آهن. سماجي ڀلائيءَ جي ڪمن ۾، مذهب، زبان ۽ نسلي فرق کان سواءِ، سرگرميءَ سان حصو وٺندا آهن.



پارسين جي عبادتگاهه جو منظر

ڪراچي شهر ۾ ورهاڱي کان اڳ پارسين جي چڱي خاصي آبادي موجود هئي، جن جو وڏو تعداد ورهاڱي کان پوءِ هندستان لڏي ويو. هن وقت ڪراچيءَ ۾ پارسين جي آبادي گهٽ آهي. ماضيءَ ۾ ڪراچي شهر کي جديد بنائڻ ۾ پارسين ۽ هندن جو وڏو ڪردار رهيو آهي.

اڄ به بمبئيءَ ۽ ڪراچيءَ ۾ ڪيترا اسڪول، اسپتالون، هال ۽ ڪتب خانا وغيره پارسين جي سرمايي سان هلي رهيا آهن. پارسي پنهنجن ٻارن جي ڄمڻ کان اڳ ئي پنهنجن اسڪولن ۾ رجسٽريشن ڪرائي ڇڏيندا آهن. هندستان ۾ پهريون فولاد جو ڪارخانو جمشيد ٽاٽا پارسيءَ قائم ڪيو هو. ڪراچيءَ ۾ جمشيد روڊ، جهانگير روڊ، بي. سي. سي. پارسي اسڪول، ٽياسافيڪل هال وغيره، پارسين جا يادگار آهن. پاڪستان ۽ هندستان ۾ جديد اسٽيج ڊرامن ۽ فلم سازيءَ جا باني به پارسي ئي آهن. سنڌ ۽ هند ۾ جمشيد نسروانجي مهتا، دادا ڀائي نوروز جي، فيروزشاهه مهتا، ڊنشا ايڊلجي، ڪائوسجي جهانگير، ٽاٽا، ڊاڪٽر هومي جهانگير ڀاڀا هن برادريءَ جا مشهور ماڻهو ٿي گذريا آهن. جمشيد نسروانجيءَ کي جديد ڪراچيءَ جو باني سڏيو ويندو آهي. هن وقت ڪراچيءَ جو ناليوارو صحافي ارد شير ڪائوسجي ۽ آواري هوٽلن جو مالڪ بئرام. ڊي آواري به هن برادريءَ سان تعلق رکن ٿا.

پارسين جا وڏا اندازاً هڪ هزار سال اڳ ايران مان مٿيد وارين ڪاروان جي ڪري لڏي هند، سنڌ ۽ دنيا جي مختلف حصن ۾ آباد ٿيا. هي قديم پهلوي

رسم الخط استعمال ڪندا هئا. هي ماڻهو پهرين گجرن جي علائقي گجرات (ڀارت) ۾ آباد ٿيا ۽ پوءِ ٻين پاسن ڏانهن ويا. ان ڪري پاڻ ۾ گجراتي ڳالهائيندا آهن. هي ماڻهو ان خيال کي تسليم نہ ٿا ڪن تہ هي ڪي باهہ جا پوڄاري آهن. پر باهہ سندن گهرن ۾ هميشہ ٻرندي رهندي آهي. ان لاءِ سندن جو چوڻ آهي تہ هو باهہ ۽ ٻين قدرت جي مظهرن جي صرف تڪريم ڪندا آهن. پارسي پنهنجي گهٽ آباديءَ جي باوجود امير آهن. بمبئيءَ ۽ ڪراچيءَ ۾ سندن وڏا ڪارخانا آهن. تعليم تي خاص ڌيان ڏيندا آهن. تنهنڪري هندستان ۾ سڀ کان وڌيڪ تعليم يافتہ طبقو پارسين جو آهي. هنن جي مذهب جون ٽي ڳالهيون خاص طور قابل ذڪر آهن: نيڪ پندار، نيڪ گفتار ۽ نيڪ ڪردار. جن ڳالهين تي هو هميشہ عمل پيرا رهندا آهن. هنن محنت ۽ راستبازيءَ سان واپار ۽ صنعت جي وسيلي وڏي دولت ڪمائي آهي. رفاهي ۽ عام ڀلائيءَ جي ڪمن ۾ گهڻو حصو وٺندا آهن. جڏهن يورپي قومون شروع شروع ۾ هند جي ڪنارن تي پهتيون ۽ تجارتي بيڪنون ٺاهيائون تہ آڙهت ۽ دلاليءَ جو ڪم زياده تر پارسين ڪيو. ايران ۽ پاڪستان ۾ اڄ بہ پارسي آباد آهن.

حيدرآباد ۾ پارسين جو قبرستان آهي، جنهن ۾ ڪوهہ ٺهيل آهي، جنهن جي پڳهہ جي اندران شيخون لڳل آهن. جنهن تي لاش کي رکي ڇڏيندا آهن ۽ ڪوهہ جي اونهي تر ۾ لوڻ هاري ڇڏيندا آهن. سيخن تي رکيل لاشن جو ماس ڪانوَ ڳجهون ۽ ٻيا پکي کائي ويندا آهن. باقي هڏا بچندا آهن، جيڪي ڪوهہ جي تري ۾ وڃي پوندا آهن. اهڙيءَ طرح لاش جو اُڪلاءُ ٿيندو آهي. پارسين جو پيغمبر زردشت (زرتشت) آهي، جنهن جي ڪتاب "زند اويستا" کي هو پاڪ ۽ پوِتر سمجهي پوڄين ٿا. پارسي هن وقت پنهنجي قديم زرتشت مذهب کي بچائڻ لاءِ انفارميشن ٽيڪنالاجيءَ جي ڀرپور مدد وٺي رهيا آهن ۽ پنهنجي برادريءَ جي ماڻهن کي ساڍا ٽي هزار سال قديم مذهب جي پابندي ڪرڻ ۽ ان سان وفادار رهڻ لاءِ ويب سائيٽ، بلاگس، آن لائين ڊائريڪٽريز ۽ اي-ميل گروپس استعمال ڪرڻ لڳا آهن. ممبئيءَ ۾ ڪمپيوٽر ڪنسلٽنسي فرم هلائيندڙ پارسي خاتون يزودي تنتوا جو چوڻ آهي تہ پارسي برادريءَ جي ڪا بہ سرحد نہ آهي. هو سڄيءَ دنيا ۾ رهن ٿا ۽ ڪمپيوٽر ٽيڪنالاجيءَ وسيلي هڪ ٻئي سان رابطي ۾ آهن. تنتوا ڪيئي ويب سائيٽون بہ هلائي ٿي. اهي رابطا اڳ جي ڀيٽ ۾ هن وقت وڌيڪ اهم آهن. چو تہ وڏي پيماني تي ترقي يافتہ شهري اقليت، جنهن هندستان ۾ رتن ٽاٽا، ڪنڊڪٽر زوبن مهتا جهڙو صنعتڪار ۽ مشهور ڳائڻو فريدي مرڪيوري پيدا ڪيو، سا هر سال گهٽ ٿيندي پئي وڃي. آدم شماريءَ جي ماهرن جو چوڻ آهي تہ 2051ع تائين دنيا ۾ صرف 32 هزار پارسي ماڻهو وڃي رهندا. ان ڪري ممبئيءَ جي بااثر "بمبئي پارسي پنچائت" برادريءَ جي بچاءَ ۽ تحفظ لاءِ نوجوانن هڪ سلسلو شروع ڪيو آهي ۽ نوجوانن ۾ لڳ لاڳاپن کي هٿي وٺرائي وڃي ٿي تہ جيئن اُهي سماجي تقريبن ۾ زندگيءَ جا ساٿي ڳولي سگهن ۽ ساڳيءَ طرح ويب سائيٽ ذريعي بہ اهي برادريءَ اندر ئي پنهنجا دوست ۽ زندگيءَ جا حقيقي ساٿي ڳولي سگهن ٿا.

**پارسي** (Parsi) (ٻولي): پارسي هڪ ٻولي آهي. هيءَ ٻولي هزار کن سال اڳ ۾ ايران کان هندستان آئي. هيءَ ايران ۽ افغانستان جي دري ٻوليءَ وانگر آهي. پر ايران ۾ ڳالهائي ويندڙ فارسيءَ ٻوليءَ کان ٿورو الڳ آهي. هندستان جي مهاراشٽر، گجرات رياستن کان سواءِ پاڪستان آسٽريليا، بنگلاديش، جرمني، هانگ ڪانگ، آفريڪا، ايران، افغانستان، چين، آمريڪا وغيره ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. سال 2000 جي رپورٽ موجب هن جا 15334 ڳالهائڻ وارا موجود هئا. جڏهن تہ ڪل ڳالهائيندڙن جو تعداد 326341 آهي. هيءَ ٻولي هند- يورپي، هند- ايراني، ٻولين جي شاخ مان آهي ۽ فارسي خط ۾ لکي وڃي ٿي. هيءَ ٻولي ڪن جي چوڻ موجب هزار سال تہ ڪن جي چوڻ موجب 13 سؤ سال اڳ هتي پهتي. پر هيءَ ٻولي ان کان بہ اڳ پهتل هئي جو سنڌ جو وڏو حصو قبل از مسيح ايرانين جي قبضي ۾ رهيو آهي. پارسيءَ کي پنهنجو خط آهي، پر پاڙهجي ڪانہ ٿي.

**پارسي- دري** (Parsi- Dari) (ٻولي): پارسي- دري هندستان ۽ پاڪستان ۾ ڳالهائي ويندڙ فارسيءَ کان مختلف زبان آهي. پر لساني طور انهيءَ فارسيءَ سان مشابهت رکي ٿي. هيءَ افغانستان ۾ ڳالهائي ويندڙ دري ٻوليءَ سان مشابهت رکي ٿي، هيءَ ايران کان سواءِ افغانستان ۾ بہ ڳالهائي وڃي ٿي. ايران ۾ هن جا 350000 ڳالهائڻ وارا موجود آهن. جڏهن تہ هن ٻوليءَ جي ڳالهائڻ وارن جو دنيا ۾ تعداد 700000 آهي. هند- يورپي، هند- ايراني، ايراني مشرقي، اتر مشرقي ۽ وچولي ايراني ٻولين جي خاندان مان آهي.

**پارڪر**: سنڌ جو هي خطو ضلعي ٿرپارڪر جي تعلقي ننگرپارڪر تي مشتمل آهي، جيڪو سنڌ جي ڏکڻ اڀرنديءَ ڪنڊ تي آهي. هڪ روايت موجب پارڪر جي ڀر وارو ڪڇ جو رڻ اڳي سامونڊي کاري هو. جيڪا اچڻ وڃڻ لاءِ ماڻهن کي پار ڪرڻي پوندي هئي، تنهنڪري ان کي چوندا هئا "پار اُڪر". ان بابت هڪ ٻي ڏند ڪٿا مشهور آهي، جنهن موجب اهو نالو 'پاراسر' نالي رشيءَ تان پيل آهي. پاراسر رشيءَ ڪارونجهر جبل ۾ ساڙدري جي ويجهو هڪ هنڌ پسند ڪري، اتي پنهنجي اکنڊ تپسيا ڪئي هئي، جنهن دوران هُو هڪ هزار سالن تائين پير جي هر هڪ آڱر تي بيٺو هو.



پارڪر جو رڻ

پارڪر واري ڀاڱي ۾ وڏو رڻ بہ آهي، جنهن بابت هڪ راءِ آهي تہ اڳي هتي سمنڊ هوندو هو. جيڪو ڪنهن وڏي زلزلي سبب پوئتي هٽي ويو ۽ واريا سو رڻ وجود ۾ آيو. پارڪر کي ٿر جي طبعي ڀاڱن جي لحاظ سان "ڪنٺو" بہ چوندا آهن. جنهن جي معنيٰ آهي ڪَس يا ڳچي. 'ڪس' جو لفظ بہ 'ڪس' مان نڪتل آهي. انساني جسم جي 'ڪڇ'، بغل جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندو آهي. هتي جي زمين سنئين ۽ ڪڪرالي آهي ۽ ٿر وانگر واريءَ جون ڀٽون ڪين آهن ۽ رائو ۽ اڇي مِٽي گهڻي آهي.

سورنهن ميلن ۾ پکڙيل ڪارونجهر جبل به پارڪر ۾ آهي. جنهن لاءِ عام چوڻي مشهور آهي ته ”ڪارونجهر ۾ روزانو سوا سير سون پيدا ٿئي ٿو“. هن جبل ۾ قسمين قسمين ٻوٽيون پيدا ٿين ٿيون، جي هتي جي ماڻهن لاءِ دوا طور ڪم اچن ٿيون. مثلاً: ڪوڪرو، گڙ ويل، ستاوڙي، جهنگلي بصر، شو جتي، اُٽ ڪنٽي، اُٽنگڻ، لاجنوتي، گوگڙو وغيره. اونهاري جي موسم ۾ جڏهن تپش جام ٿيندي آهي ته گندرف موجود هئڻ ڪري جبل مان وڏا ٺڪاءَ ٻڌڻ ۾ ايندا آهن ۽ هڪ سال اڳ هتان جي ڪافي ٽڪرين ۾ باهه به لڳي هئي. هتي جي هر ٽڪريءَ، هر ماڳ، هر مڪان جي پنهنجي الڳ تاريخي حيثيت آهي. هندن جي مهاڀارت ۾ به هن ٽڪريءَ جو ذڪر ڪيل آهي ته جڏهن ڪوروَن، پانڊوَن کي 13 سالن لاءِ ديس نيڪالي ڏني هئي ته پانڊوَ ڪجهه عرصي لاءِ ڪارونجهر ۾ به رهيا هئا. جتي ڀيم گوڏا، ڀيم تلاءُ، ارجڻ ٻاڻ وغيره مشهور آهن.



ڪارونجهر جبل جو هڪ ڏيک

برسات جي موسم ۾ جبل تان اٿاهه پاڻي درياهه جيان وهي هلندو آهي. گوڙدرو ۽ ڀٽياڻي نديون/ نئنيون به ڪارونجهر مان وهن ٿيون، جيڪي پارڪر جي کيترن ئي علائقن کي سرسبز ڪنديون ڪڇ جي رڻ ۾ ڇوڙ ڪن ٿيون. ڪارونجهر جبل ۾ سيار، گدڙ، جرڪ، مور، سارس، سها، هرڻ ۽ ٻيا جانور ۽ پکي رهندا آهن. ان کان سواءِ هن خطي ۾ ننڍيون ننڍيون جابلو ٽڪريون به آهن، جيئن ڏونگري، ڏيٽسي، راٽپَر، ڇُوڙئي جي ٽڪري، ڪارسر جي ٽڪري وغيره. پراڻا آستان جهڙوڪ: ساڙدرو، الک واوَ (لڪل کوهه)، انچليشور (چشمو)، ڀيم گوڏا، گئو مُکي، پنراج گڍ، چندڻ گڍ، ٻاين جو ٻيسٽو، جهرٽو ۽ پونئرو وغيره به ڪارونجهر جبل ۾ آهن.

1859ع ڌاري ننگرپارڪر ۾ انگريزن جي حڪومت جي خلاف، بغاوت پکڙي. مقامي طرح اُتي راجپوت ’راڻن‘ جو راڄ هو. انگريزن جي پوليس اهلڪارن جو دستو مقامي بغاوت کي روڪڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. راڻي کي 14 سالن جي ڪاري پاڻيءَ جي سزا ۽ سندس وزير کي 10 سالن جي سزا ڏني وئي. انگريزن سان جن ماڻهن مدد ڪئي، تن کي زمينون مليون. انهيءَ ڇاپا مار ويڙهه ۾ راڻن جي لشڪر ۾ سندن راڄ جا ڪولهي هئا، جن ۾ روپلي پنهنجي جان ڏيئي پاڻ ملهايو (وڌيڪ ڏسندا: **روپلو ڪولهي، ايندڙ جلد**) ۽ سندس نالو اڄ به پارڪر جي ڪارونجهر ۾ ’مور جي ٽهوڪي‘ وانگر پيو گونجي.

پارڪر ۾ عموماً پارڪري ٻولي ڳالهائي ويجي ٿي. هتي سڀ کان وڌيڪ ڪولهي رهن ٿا. جيڪي ٻني ٻارو ۽ هارپو ڪن ٿا (**وڌيڪ ڏسو: ٽ- جلد ٻيو**).

**پارڪري** (ٻولي): هي ٻولي گجراتي ٻولين جي نُک مان آهي. هي ٻولي سنڌ جي ڏکڻ اوڀر وارن هندستاني سرحد سان ملندڙ علائقن، خاص ڪري ننگرپارڪر ۽ ٿر جي خطن ۾ ڳالهائي ويجي ٿي. حيدرآباد جي اتر اولهه ۽ بدين جي ڏکڻ اولهه وارن ڪن حصن ۾ هن جي ڳالهائڻ وارا موجود آهن. هن کي ڪولهي پارڪري جي نالي سان به سڃاتو ويجي ٿو اواڪرٽي طور هي ٻولي 77 سيڪڙي کان 83 سيڪڙي تائين مارواڙيءَ سان، 83 سيڪڙو ٿرادري لهجي سان ملندڙ آهي. هي انڊو يورپي، انڊو ايراني، انڊو آريائي وچين خطي جي گجراتي ٻولين جي نک مان آهي. سنڌ ۾ پارڪر واري علائقي ۾ ڪن خانگي اسڪولن ۾ هن ٻوليءَ ۾ نصاب به پڙهايو پيو وڃي، پر تنهن هوندي به هن ٻوليءَ ۾ تعليم جي شرح هڪ سيڪڙي کان به گهٽ آهي. ڪي پارڪري ڳالهائيندڙ سنڌيءَ ۾ لکن پڙهن ٿا، ڪي اردوءَ ۾ ته ڪي ٿورا گجراتي به ڳالهائين ٿا. هي هندستان جي راجستان وارن علائقن ۾ به ڳالهائي ويجي ٿي. سنڌ ۾ هن جا ڳالهائيندڙ هارپو ڪندڙ ڪولهي ۽ عيسائي آهن، ان کان سواءِ پارڪر ۾ رهندڙ ٻيون ذاتيون جهڙوڪ: راجپوت، ربهاري، چارڻ، سوٿهڙ، ميگهواڙ، جاٽ، مالهي، نائي، سامي، لوهار، ٻجير وغيره به هي ٻولي ڳالهائين ٿا. گهڻو ڪري هي ٻولي عربي رسم الخط ۾ لکي ويجي ٿي. هن جا مختلف لهجا يعني ميواسي، ٿرادري، ڪڇي، ساچوري، وڍياڙي وغيره آهن. هن ٻوليءَ تي ڪا مڪمل تحقيق اڃا تائين نه ٿي آهي، پر تنهن هوندي به ڪجهه لوڪ داستان ۽ ڏند ڪٿائون پارڪريءَ بابت موجود آهن، جن موجب پارڪري ٻولي سوين سال اڳ به ڳالهائي ويندي هئي. پارڪر سان لاڳاپيل لوڪ داستانن: ’سڏونت سارنگا‘، ’ڪاسبو پرمار ۽ پني‘، ’اوڍو ڄام ۽ هوتل پري‘، ’شيڻي وينجهو‘ ۽ ’ڍول مارو‘ وغيره ۾ پڻ پارڪري دوها استعمال ٿيل آهن. پارڪريءَ جي ڪا به لکت ڪو نه ملي آهي، پر 1982ع ڌاري پارڪريءَ بابت هڪ آرٿوگرافي ورڪشاپ ٿي گذريو، جنهن ۾ بحث ٿيو ته پارڪري لاءِ گجراتي يا ديوناگري رسم الخط هئڻ گهرجي، پر پوءِ عربي (سنڌي) رسم الخط استعمال ڪرڻ شروع ڪيو ويو.

هن ٻوليءَ ۾ پهريون ڪتاب ’ڪِرتن واڻ‘ 1985ع ۾ جرمن خاتون ماريا بياٽرڪس، رچرڊ هوائل ۽ پونم پاسڪل جي گڏيل ڪوشش سان ڪمپيوٽر تي ڇپيو. هن وقت ميرپورخاص ويجهو رتن آباد ۾ ’پارڪري نات سڌار ادارو‘ پارڪري ٻوليءَ تي ڪم ڪري رهيو آهي، جنهن ڪجهه ئي سالن ۾ پارڪريءَ ۾ 25 کن ڪتاب ڇپايا آهن، جن ۾ پهاڪا، چوڻيون ۽ پروليون شامل آهن. جڏهن ته پارڪري لغت ڇپائي پڌري ڪئي وئي آهي. انگريزيءَ کان پارڪري ۽ پارڪريءَ کان انگريزي لغت به تيار ٿي چڪي آهي. ان کانسواءِ پارڪري آڊيو ويزل نالي هڪ پراجيڪٽ تحت پارڪري ٻوليءَ ۽ ثقافت کي محفوظ ڪرڻ لاءِ 45 ڪيسٽون به هن ٻوليءَ ۾ تيار ڪيون ويون آهن، جن ۾ پارڪري لوڪ گيت ۽ راسوڙا شامل آهن. هن ٻوليءَ جي الفابيٽ ۾ ڪُل 56 اکر رکيا ويا آهن.

**پارلياماني حڪومت**: حڪومتي اختيارن کي استعمال ڪرڻ لاءِ اڄڪلهه ٽي ادارا قائم ڪيا وڃن ٿا. ان جو سبب اهو آهي ته اختيار روايتي طور تي ٽن قسمن جا مڃيا ويا آهن. قانون سازيءَ جا اختيار، جن کي استعمال ڪرڻ لاءِ ”قانون ساز مجلسون“ جوڙيون وينديون آهن. ٻيو قانون تي عمل ڪرائڻ ۽ ملڪ جي نظم ۽ ضبط جي پاليسي بنائڻ جا اختيار، جن لاءِ ”ايوان“ هوندو

آهي. ٽيون. قانون کي فرد يا گروهه تي لاڳو ڪرڻ ۽ انصاف ڪرڻ جا اختيار، جنهن لاءِ "عدالتون" جوڙيون وينديون آهن. هي ادارا جمهوري ۽ غير جمهوري، ٻنهي قسمن جي مملڪتن ۾ حڪومتي اختيارن جي اتحاد (FUSION OF POWER) جي اصول تي جوڙيا ويندا آهن. جنهن جو مطلب اهو آهي ته ايوان ۽ قانون ساز اسيمبلي ٻه الڳ الڳ ادارا نٿا ٿين، پر انهن ٻنهي جي ڪميٽي ٺهي ٿي. قانون ساز اسيمبليءَ جي اڪثريتي پارٽيءَ جو ليڊر ملڪ جي آئين موجب (صدر/ بادشاهه) پاران وزيراعظم مقرر ڪيو ويندو آهي ۽ وزيراعظم پنهنجي ئي پارٽيءَ جي ممتاز رڪنن کي جيڪي قانون ساز اسيمبليءَ مان چونڊجي ايندا آهن. جيڪڏهن ڪنهن ملڪ ۾ رڳو ٻه اهم سياسي پارٽيون هجن ته ايوان کي جوڙڻ ۽ وزيراعظم مقرر ڪرڻ جو ڪم گهڻو آسان ٿي وڃي ٿو. پر جتي گهڻيون سياسي پارٽيون هجن ۽ ڪنهن پارٽيءَ کي قانون ساز اسيمبليءَ ۾ اڪثريت نه هجي. تڏهن ٻه يا ان کان وڌيڪ پارٽيون (جن جو پروگرام هڪ ٻئي جي قريب هجي) پاڻ ۾ ناهه ڪري هڪ گڏيل لائحه عمل جوڙينديون آهن ۽ اهڙيءَ طرح اهي پارٽيون ٻين پارٽين جي مقابلي ۾ اڪثريت حاصل ڪن ته پوءِ اتحادي پارٽين جا رڪن پنهنجو هڪ ليڊر چونڊيندا آهن. جنهن کي وزيراعظم مقرر ڪيو ويندو آهي ۽ اتحادين جي ممتاز رڪنن کي ايوان جي رڪنيت لاءِ چونڊيندو آهي. اهڙيءَ طرح اتحادي پارٽيءَ جي رڪنن جي ايوان ۾ ممڪن حد تائين نمائندگي حاصل ٿي وڃي ٿي. اهڙي ايوان کي پارلياماني حڪومت چئجي ٿو.

**پارليامينٽ:** اهڙي قانون ساز مجلس جنهن جي ميمبرن کي عوام آزاد راءِ شماريءَ ذريعي چونڊيو هجي، تنهن کي "پارليامينٽ" چئبو آهي. پارليامينٽ جي اهم فرضن ۾ قانون سازي ڪرڻ، بجيٽ تيار ڪرڻ، ٽيڪس عائد ڪرڻ ۽ ملڪي حالتن کي امن امان ۾ رکڻ شامل آهي. برطانوي پارليامينٽ کي "دنيا جي پارليامينٽ نظام جي ماءُ" چيو وڃي ٿو. ڇوته دنيا جون سموريون پارليامينٽون برطانوي پارليامينٽ جي طرز تي ٺاهيون ويون آهن. پاڪستاني


پاڪستان جي موجوده پارليامينٽ جو ڏيک

پارليامينٽ ٻن حصن تي مشتمل آهي: هڪ قومي اسيمبلي، جنهن کي 'لوئر هائوس' به چيو ويندو آهي، ۽ ٻيو سينيٽ، جنهن کي 'اپر هائوس' به چيو وڃي ٿو. ان ۾ هن وقت 87 ميمبر آهن. ان کان اڳ سينيٽ ۾ 63 ۽ قومي اسيمبليءَ جي ميمبرن جو تعداد 200 هو. اهو اضافو جنرل اليڪشن آرڊر (چيف ايگزيڪيوٽو آرڊر نمبر: 7-2002) تحت ڪيو ويو. پارليامينٽري نظام حڪومت ۾ وقت جي حڪومت عام چونڊن ۾ ڪٽي آيل ميمبرن ذريعي عوام اڳيان جوابدار هوندي آهي. پارليامينٽري حڪومت ۾ راءِ جي آزادي ۽ مخالف ڌر جو هئڻ لازمي آهي.

**پارنو:** ضلعي ٿرپارڪر جي تعلقي ڇاڇري ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

دينار جي ڍاڻي، ٻگهل مينگهواڙ ٻگهل، عالمس. سند جي ڍاڻي، حسن جي ڍاڻي، سومرن جو پار، پارٽي ڍاڪٽيون پنهون، ڍاڪٽيون مهنڊڙو، ويهراڙي، مارُو جو پار، سنجهليو جمالاڻي، ڪاروءِ جو پار، لقماناڻي، سائر جو پار، جمعي جي ڍاڻي، سئندو، ياناپهه، عيسي جو پار، هيراجاڻي، قبولاڻي، جيئڻ جي ڍاڻي، راجاڻي ۽ واهو.

**پارو** (Frost): جڏهن گرمي پد $0^{\circ}$ کان هيٺ ڪرندو آهي، تڏهن فضا ۾ موجود پاڻي هيٺ ڪرندي برف جي صورت اختيار ڪري ويندو آهي، جنهن کي پارو (Frost) چيو ويندو آهي، ٻين لفظن ۾ پاڻيءَ جي جمي پوڻ جي حالت کي پارو چئبو آهي. گرمي پد جي $0^{\circ}$ گريڊ هيٺ ڪرڻ سبب ڪنهن به



سخت شيءِ مٿان پاڻيءَ جا تهه جمي پوندا آهن. موسم جي اهڙي صورتحال ۾ جبلن جي وڻن ۾ رات جي وقت ڪرندڙ پاڻي ڦاڪن جي صورت وٺي بيهندو آهي، جيڪي اڳتي هلي انهن جبلن جي ٽٽڻ سبب ٿيندا آهن. خاص ڪري اترئين علائقن ۾ ته پاري پوڻ سان پاڻيءَ جو مٿيون تهه برف جي شڪل اختيار ڪري وٺندو آهي، جيڪو وري سج اڀرڻ سان پاڻيءَ جي صورت ۾ وهي درياهن ۽ ڍنڍن ۾ پوندو آهي، پارو رات جي وقت حد کان گهٽجي ويل گرمي پد جي ڪري پوندو آهي.

**پارو**[2]: ٺڪر جو ٿانءُ، جيڪو ويڪري منهن سان هوندو آهي. سڄيءَ سنڌ ۾




خاص ڪري ٻهراڙين ۾ استعمال ٿئي ٿو. "تس" وانگر ٿيندو آهي، پر "تس" کان ڪجهه وڏو ٿئي. "پارو" کير، لسي يا مکڻ وجهي رکڻ لاءِ ڪم ايندو آهي. هيءُ ٿانءُ چاڏيءَ جي پيٽ ۾ ننڍو ٿئي ٿو چاڏيءَ ۾ ڏڌ ولوڙڻ کان پوءِ مکڻ کي گهڻو ڪري پاري ۾ رکيو ويندو آهي. پارو ننڍو به ٿئي ته وچولو به، يعني ننڍو هوندو ته ان کي "پارڙو" چوندا.

**پارواڻي:** سڏايا ذات (سما) جي هڪ پاڙي جو نالو. "درڙي" نک مان هندن جي هڪ آکهه. هي پيرومل ولد سيٺ ميٺارام جو اولاد آهن. ٻهرواڻي، ٻالواڻي، رامچنداڻي، رام رکياڻي، ملڪاڻي ۽ هنگوراڻي سندن نکڙيا سوٽ ٿين. "رونگها" نک مان پڻ هڪ پاڙي جو نالو "پارواڻي" آهي.



**پارواڻي، ڪشنچند:** ڪشنچند پارواڻي سانگهڙ ضلعي جو مشهور زميندار ۽ سياستدان آهي. سندس جنم 17 جولاءِ 1939ع تي ڪندو مل پارواڻيءَ جي گهر ۾ پيرونمل ٽائون تعلقي کپري ضلعي سانگهڙ ۾ ٿيو. ڪشنچند پرائمري تعليم پيرونمل ۾ حاصل ڪئي ۽ مئٽرڪ نور محمد

هاءِ اسڪول حيدرآباد مان 1955ع ۾ ڪيائين. 1960ع ۾ شاهه لطيف ڪاليج ميرپورخاص مان گريجوئيشن ڪيائين ۽ ايل. ايل. بي، ايس. ايم. لا ڪاليج ڪراچيءَ مان 1962ع ۾ ڪيائين.

ڪشنچند پارواڻي 1979ع ۾ سانگهڙ ڊسٽرڪٽ ڪائونسل جي ميمبر چونڊجڻ سان سياست ۾ پير پاتو. هونئن سماجي ۽ پنچاتي ڪم ۾ اڳ ئي سرگرم هو. هي ٽي ڀيرا 1988ع ۾ 1990ع ۽ 1993ع جي ملڪي چونڊن ۾ پيپلزپارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي ايم. اين. اي چونڊيو. 1992ع ڌاري بلخ شير مزاريءَ جي نگران حڪومت ۾ اقليتي معاملن جو وزير به رهيو آهي. 1997ع جي چونڊن ۾ آزاد اميدوار طور قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. 2008ع جي جنرل اليڪشن ۾ عمرڪوٽ جي تڪ 228 مان قومي اسيمبليءَ جي ميمبر طور سندس پيپلزپارٽيءَ جي اميدوار نواب محمد يوسف ٽالپر سان سخت مقابلو ٿيو جنهن ۾ ڇئن هزارن ووٽن جي سرسيءَ سان نواب يوسف ٽالپر، ڪشنچند پارواڻيءَ کان کٽيو. جڏهن ته پارواڻي صاحب سنڌ ڊيموڪريٽڪ الائنس جي ٽڪيٽ تي بيٺل هو ۽ لڳ ڀڳ 50000 ووٽ کنيا هئائين.

هن وقت پاڻ مسلم ليگ (ق) جي ٽڪيٽ تي قومي اسيمبليءَ جو چونڊيل ميمبر آهي ۽ قومي اسيمبلي جي پارلياماني معاملن، منسٽري آف پراڊڪشن ۽ انڊسٽريز کان سواءِ اقليتي معاملن جي ڪاميٽين جو ميمبر آهي. ڪشنچند پارواڻي ميرپورخاص هندو پنچات ۽ لوئر سنڌ هندو پنچائت جو 1981ع کان صدر رهيو آهي. 1986ع کان اقليتن جي تنظيم ڪاريءَ ۾ مصروف آهي. پاڻ سانگهڙ جي پروگريسو زميندارن ۾ شمار ٿئي ٿو.

**پاروتي**: پاروتيءَ جو شمار هندن جي ٽن اهم ديوين ۾ ٿيندو آهي. هن کي پيار ۽ قربانيءَ جي ديوي به چيو وڃي ٿو. هيءَ شِوَ جي پتني (زال) آهي، جڏهن ته ڪي وري هن کي وشنو جي ڀيڻ سمجهندا آهن. پاروتي سنسڪرت ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي 'جبل'. هيءَ ٻين ڪيترن ئي نالن سان سڃاتي وڃي ٿي. هندن جي ڌرمي پستڪ وراهه پراڻ (Virah) ۾ سندس پيدائش بابت لکيل آهي ته: "هڪ ڏينهن برهما، وشنو کان آسمان جي ڪنٽ تي وڃي صلاح ڪئي ته انڌڪ، راڪشس اسورا سان ڪيئن مقابلو ڪري، ان کي ناس ڪجي. انڌڪ، ڪسيپ رشيءَ جو پٽ هو ۽ هن جي ديتي (Diti) نالي زال مان پيدا ٿيو هو. انڌڪ کي هڪ هزار هٿ ۽ سِر، ٻه هزار اکيون ۽ پير هيا. هن جو نالو انڌڪ (اونداهي) ان ڪري هو جو هو انڌو هئڻ جو بهانو ڪندو هو. انڌڪ ڪيترائي ڏوهه ڪيا هئا. هڪ وڏو ڏوهه اهو هيو جو هن اندر ديوتا جي آسمان سورگ مان پَرجِت (Parijata) نالي وڻ هٿ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي.


پارَوتي، شِوَ سان گڏ

برهما ۽ وشنو ديوتا، شِوَ کي به ڪنٽ ۾ سڏايو ته ٽئي ڄڻا ڪجهه دير ويهي پاڻ ۾ صلاح ڪندا رهيا. ان دوران هڪ ٻي کي تڪڻ لڳا. جڏهن نظرون مليون ته ٽنهي جي روشن نگاهن مان هڪ ملڪوتي حسين دوشيزه وجود ۾ آئي. جنهن جو رنگ نيري ڪنول جي پتين جهڙو لاجوردي هيو. ان عورتاڻي وجود جا ٽي رنگ اڇو ڪارو ۽ ڳاڙهو هئا. برهما، وشنو ۽ شِوَ ٽئي ان خوبصورت ۽ دل آويز ديويءَ کي حاصل ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويا. برهما جي چوڻ تي ان ديوي پاڻ کي اڇي، ڳاڙهي ۽ ڪاري روپ ۾ تقسيم ڪري ڇڏيو اهي ٽئي عورتاڻا روپ ماضي، حال ۽ مستقبل جي نمائندگي ڪندا آهن. هي ٽئي ديويون هيون. اڇي خوبصورت ۽ متناسب شڪل واري سرسوتي آهي. جيڪا ڪائنات جي تخليق جي عمل ۾ برهما ديوتا سان شريڪ آهي. ڳاڙهي رنگ واري، وشنو جي محبوب زال لڪشمي آهي، جيڪا وشنو سان ملي ڪائنات جي حفاظت ڪري ٿي. ڪاري رنگ واري پاروتي ديوي آهي، جيڪا شِوَ ديوتا جي شڪتي (قوت) آهي. جنهن جون ڪيتريون صفتون ۽ خاصيتون آهن.

هن جي پوڄا جي شروعات هماليه جبل کان شروع ٿي ۽ اڄڪلهه سڄي دنيا ۾ رهندڙ هندن ۾ پوڄي وڃي ٿي. هندن جو هڪ خيال آهي ته جڏهن برهما، وشنو ۽ شِوَ ٽنهي ديوتائن جي گڏيل قوت ۽ قدرت، ايشور (Ishwara) جي صورت ۾ گڏجي ويندي آهي. تڏهن هي ديوي، ڀڳوتيءَ (Bhagavati) جي صورت اختيار ڪري ڇڏيندي آهي. دراصل ڌرتيءَ ماتا، فطرت جي عناصر، مقامي ديوين جي پوڄا، ڊگهي عرصي تائين دنيا جي مختلف حصن ۾ ٿيندي رهي آهي. ڌرتي ماتا جي پوڄا اصل ۾ زرخيزي ۽ شادابي جي پوڄا هئي. دنيا جي قديم ڪتابن ۾ مادر ارض (ماتا ديوي، عظيم يا مهاديوي، زرخيزي ۽ شادابيءَ جي ديوي) جو ذڪر ۽ تصور ملي ٿو.

هزارين سال اڳ سنڌ ۾ پوکي ڪندڙ ماڻهن وٽ به زرخيزي ۽ شادابيءَ جي ان عظيم ديويءَ جو واضح ۽ پڪو پختو تصور ۽ عقيدو موجود هو. سنڌ جا اوائلي پوکي ڪندڙ، پنهنجي رسمن مطابق ديوي ماتا کي وڏي عقيدت سان پوڄيندا هئا. هڙپا ۽ موهين جي دڙي وغيره مان گول گهڙيل پٿر (يوني) ۽ پڪيل مٽي جون زنانيون مورتيون مليون آهن. انهن مان معلوم ٿئي ٿو ته هتي ڪافي عرصي کان زرخيزي ۽ شادابيءَ جي ديوي جي پوڄا مورتين وغيره جي شڪل ۾ لڳاتار ٿيندي رهي آهي. حقيقت ۾ سنڌ جا ماڻهو اوائلي زراعت جي ديوي (مهاديوي) جي پوڄا شڪتي يعني ديوتائن جي عورتاڻي قوت ۽ توانائيءَ جي حيثيت ۾ ڪندا هئا.

شِوَ ديوتا جي زال جي حيثيت ۾ هيءَ ديوي پنهنجي مڙس وانگر ڪيترن ئي خوبين ۽ خاصيتن جي مالڪ آهي. انهي جا مختلف ڪردار آهن. ان مختلف ڪردارن ڪري هن جا نالا به مختلف آهن. مثال: ستي، پاروتي، درگا، ڪالي ۽ اُما وغيره. ستي، پاروتي ۽ اُما جو ڪردار ملائم ۽ نرم آهي. پر درگا ۽ ڪالي ماتا جو ڪردار جنگجو ۽ تشدد وارو آهي. دنيا جي قديم زرعي معاشرن ۾ مذهبي رسمن جو هڪ جزو انساني قرباني به هئي. جيئن ته صدين کان پوءِ هندستان ۾ هڪ وقت اهڙو به آيو هو جڏهن ديوي جي هڪ صورت ڪالي ديويءَ لاءِ انسان کي قربان ڪري ان جو رت هن کي پيش ڪيو ويندو هو.

هندن جي ڪتاب مهاڀارت ۾ هن جا ڪيترائي نالا ملن ٿا، جيڪي هن ديويءَ جي خاصيتن کي بيان ڪن ٿا. جڏهن تہ پراڻن ۾ هن ديويءَ جي مختلف صورتن ۾ واضح فرق ڏيکاريو ويو آهي. انهن کي شِوَ ديوتا جون شڪتيون قرار ڏنو ويو آهي. ان ڪان سواءِ ديوي کي شِوَ ديوتا جي زال جي حيثيت ۾ وڏو مقام ڏنو ويو آهي. هيءَ ديوي پنهنجي شفقت، رحمدل ۽ حليم ڪردار جي حيثيت سان ستي، اُما (نُور، حسن)، پاروتي (جابلو)، گوري (پيلي، روشن)، هيم وتي (هيماوتي، هماليہ جي ڌيءُ)، جگن ماتا (دنيا جي ماءُ) ۽ ڀواني سڏي وڃي ٿي. هي ديوي درگا، ڪالي، شياما، چنڊي، چنڊيڪا، ڀيروي جي نالن سان خونخوار صورت اختيار ڪندي آهي ۽ ڀدر ڪالي، ڀيم ديوي، چامنڊا، مهاڪالي، مها ماري، مهاسوري، ماتنگي، رجسي، رڪت دنتي، ڪرالي، ڪال ڀدر، مُول درگا، شيل پُتري ۽ ڪال راتڙي وغيره جي نالن سان خونخوار صورتن ۾ ظاهر ٿئي ٿي. هن ديويءَ جا ٻيا بہ ڪيترائي نالا آهن.

جڏهن شِوَجي پهرين زال سَتِي مري وئي، تہ سندس جسم کي پوري هندستان ۾ ٽڪرا ٽڪري ڪري ورهايو ويو. جتي جتي سندس جسم پهتو، اتي شڪتي پنٺ قائم ٿيا ۽ هاڻي انهن هنڌن تي ديويءَ جا مندر قائم آهن. سَتِيءَ جي مرڻ کان پوءِ شِو ويڳاڻو ٿي ويو ۽ شڪتي نہ رهڻ ڪري هن دُنيا کان مُنهن موڙي، جبلن جي اونداهين غارن ۾ رهڻ شروع ڪيو. پوءِ پاروتيءَ جي روپ ۾ ڪيس ٻيهر شڪتي ملي تہ هن دنيا ڏانهن واپس رُخ ڪيو. اها ستي ئي هئي، جنهن پاروتيءَ جو روپ ۾ ٻيو جنم ورتو هو. ان ڪري هندن وٽ پاروتي اڄ بہ شڪتيءَ جي علامت بڻيل ديوي آهي. تامل ناڊو، ڪيرالا، اتر پرديش، گجرات، راجستان ۽ سنڌ جي شهرن ۾ سندس وڏا مندر موجود آهن. هنگلاج مندر ۽ ڪالي مندر اروڙ ان جا مثال آهن.

**پاروتي-اُلر ٻلر**: هن ول دار ٻوٽي کي لاطيني ۾ Coculuc Pendulis، گجراتي ۾ پارتي، پنجابي ۾ الرٻلر- ويهري ۽ سنڌي ۾ اُلر ٻلر بہ چئبو آهي. هن جي آکهہ Menispermaceae آهي. هن جي پنن ۾ تبديلي ايندي رهندي آهي. تڏهن بہ سندس پن ارڙهن کان ٽيهہ ملي ميٽر ڊگها ۽ نَو کان ارڙنهن ملي ميٽر ويڪرا هوندا آهن. هي سنڌ ۾ عام جام ٿئي ٿو. انهيءَ کان سواءِ ڪانياواڙ، حيدرآباد دکن، افغانستان ۽ عرب جي گرم علائقن ۾ ٿئي ٿو.

**پارو چاولا**: ڀارت ۾ رهندڙ نامور سنڌي اديب ٺاڪر چاولا جي شريڪ حيات، مشهور ليکڪا، شاعر ۽ سماجي ڪارڪن ۽ ڳائڻي پارو چاولا، 19 جولاءِ 1932ع تي ڪراچيءَ ۾ جنم ورتو. سندس والد ڏيپچند لالواڻي اصل ۾ سيوهڻ جو رهاڪو هو ۽ ريلوي ۾ ملازم هو. پارو چاولا جو ننڍپڻ سيوهڻ ۾ گذريو. هن جو اصل نالو پاروتي آهي. هوءَ 15 سالن جي عمر ۾ ملڪ جي ورهاڱي وقت ڀارت هلي وئي، جتي سندس ٺاڪر چاولا سان 1949ع ۾ شادي ٿي. پارو چاولا مئٽرڪ پاس آهي. سندس مشغلو شاعري ڪرڻ ۽ مضمون لکڻ آهي. سندس ڪيترائي ڪتاب ڇپيل آهن، جن ۾: 'ساهڙ لهج سنيار'، (1968ع)، 'جيئڙي لاهہ زنجير'، 'پوءِ پروڙيم پنڌ'،



'رک جهولڻ تي' (1988ع)، 'آءُ اڪيلي'، (1992ع)، 'چونڊ سنڌي ڪلام ۽ ڏوهيڙا' (1992ع)، 'ستر مٽڪا'، (2000ع) ۽ 'Drashand- Drashand'.

انهن مان ڪجهہ سندس شاعريءَ جا مجموعا ۽ ڪجهہ صوفي ڪلامن جي سهيڙ تي مشتمل نثري ڪتاب آهن. سندس ڪتاب 'آءُ اڪيلي' تي سينٽرل هندي ڊائريڪٽوريٽ طرفان انعام مليل آهي. پارو چاولا کي راڳ ۽ سنگيت سان وڏو چاهہ آهي. هن ممبئيءَ ۾ باقاعدي سنگيت جي سکيا ورتي. شاهہ لطيف، سچل سرمست، بلهي شاهہ، سامي، شيخ اياز، تاجل بيوس ۽ ڪيترن ٻين شاعرن کي ڳايو اٿس. هن 15 سالن تائين انڊيا ريلوي ۾ هيڊڪلارڪ طور ملازمت ڪئي. ان ڪان سواءِ هندي ٻوليءَ جي انسٽرڪٽر پڻ رهي. هيءَ پنهنجي مڙس سان گڏ 'سيتا سنڌو ڀون' ممبئيءَ ۾ هر پندرهين ڏينهن سنڌي ثقافتي شو ڪرائيندي آهي، جنهن ۾ سنڌ ۽ دنيا جا ناليوارا فنڪار سنڌي ڪلام ڳائيندا آهن. پارو چاولا جا ڪيترا سنڌي ڪلام ڀارت ريڊيو ۽ "دور درشن" ٽي ويءَ تان هلي چڪا آهن. هي ٻئي زال مڙس سنڌ ۽ سنڌيت جا عاشق آهي. فيبروري 2001ع ۾ اڌ صديءَ جي وڇوڙي کان پوءِ پنهنجو وطن سنڌ گهمي ويا آهن.

**پارو خان کوري**: پارو خان کوري، سردار وير ولي محمد خان چانڊيءَ جو پيارو سپاهي هو. جنهن ڪيترين ئي جنگين ۾ حصو ورتو. پر هن ٻُنگاهہ واري جنگ ۾ پاڻ ملهايو. سوني فقير پنهنجي شعر ۾ سندس گهڻي تعريف ڪئي آهي. هن 11 صفرالمظفر 1269هہ/ 1852ع ۾ وفات ڪئي. مير موندر جي قبرستان، غيبي ديري تعلقي قنبر ۾ دفن ٿيل آهي.

**پاروڙي**[2]: ضلعي حيدرآباد جي تعلقي ٽنڊي محمد خان ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پٽي ڳوٺ، حاجي خان، گل محمد بوهڙ، احمد خان نظاماڻي ۽ هاشم بوهڙ.

**پارو شاهہ**: پارو عرف پارو شاهہ، روهڙيءَ ۾ 1820ع ۾ هنسراج سوناري جي گهر ۾ پيدا ٿيو. سندس ماءُ جو نالو چاندي ٻائي هو. هنسراج ۽ چاندي ٻائي ڌرمي ويچار وارا هئا. کين ٻہ ٻيا پٽ چندومل ۽ چينومل بہ هئا. جن اباڻو سونارڪو ڌنڌو اختيار ڪيو. باقي پارو اسڪولي تعليم حاصل ڪري پوليس کاتي ۾ نوڪري ڪئي ۽ پوليس مان ترقي ڪري صوبيدار بڻيو. سندس شادي شڪارپور جي جهامنداس سوناري جي ڌيءَ گنگا ديويءَ سان ٿي. ڪجهہ سالن کان پوءِ ڪن گهرو مسئلن جي ڪري گنگا ديوي رُسي پيڪين هلي وئي. هيڏانهن هڪ ڏينهن پارو شاهہ نوڪريءَ تان ٿڪل ٽٽل رات جو جيئن نائين وڳي ڌاري گهر موٽيو ۽ اڃا ڊيوٽيءَ واري وردي مس لاٿائين تہ ڪيس در ٻاهران سڏ ٿيو تہ "يڪدم اچ، صاحب ٿو ڪوٺئي؟" هن سوچيو تہ مون سڄو ڏينهن سرڪار جي نوڪري ڪئي آهي، گهر اچڻ کان پوءِ ماني کائڻ جو وقت بہ ڪونہ ٿو ملي، بس اهڙي نوڪريءَ کي ڇا ڪبو. هاڻي وڌيڪ غلامي نہ ڪبي! سندس اکين ۾ پاڻي ۽ زندگيءَ ۾ تبديلي اچي وئي. صاحب جو حڪم مڃي نائين وڳي کان پوءِ رات جو وٽس وڃي حاضر ٿيو ۽ پوليس جي وردي سندس قدمن ۾ رکندي چيائين، "سائين، مون اڄ کان پڪو ارادو ڪيو آهي تہ هاڻي نوڪري صرف سچي مالڪ جي ڪبي". سندس صاحب عجب ۾ پئجي ويو. پارو اڃا نوجوان هو پر نوڪري ڇڏي ڏنائين. گهر گرهستيءَ وارو هوندي بہ برهمچاري ٿي گذاريائين. زال گنگا کي "ماتا گنگا" ڪري سڏيائين. هن 20 سال کن پهاڙن

۾ ايڪانت ۾ گذاريا. اهي ويهہ سال 1850ع کان 1870ع تائين هن لاءِ ڌيان ۽ يوگا جا سال هئا ۽ 20 ئي سال دنياداريءَ کان گوشي نشين رهيو. 1870ع ۾ روهڙيءَ آيو. سنڌوءَ جي ڪپ تي جهوپڙي جوڙي اچي رهيو. بيدل فقير جو پڪو معتقد هو. هميشہ سندس خدمت ۾ رهندو هو. هڪ ڀيري بيدل فقير مٿس مهر جي نظر ڪري چيو تہ "اڄ کان پوءِ تون پارو فقير نہ، پر پارو شاهہ آهين". اهڙيءَ طرح فقيري ۽ درويشيءَ اختيار ڪيائين ۽ ڪيترن کي پاڻ ڏانهن متوجہ ڪيائين. جن مان ڀائي وسڻ رام بہ هڪ هو. پارو شاهہ جا هندو ۽ مسلمان عقيدتمند وڌندا ويا. هو جيڪو ڪجهہ سال اڳ سپاهي هو، روحانيت ۾ رڱجي لال ٿي "پارو شاهہ" بڻجي پيو.

هندو توڙي مسلمان پارو شاهہ جي تمام گهڻي عزت ڪندا هئا. هو آخر تائين ڏيک ويک کان پري رهيو. سدائين سادا ڪپڙا پائيندو هو. سدائين سادو رهيو. سادو کاڌو کاڌائين ۽ زندگي سادگيءَ سان گذاريائين. غريبن جي خدمت ۽ سيوا پنهنجو مقصد سمجهيائين. ڪين کاڌو رڌي کارائيندو هو، ڪين ڪپڙا ڏيندو هو. هن جي زندگي انسانن لاءِ پيار جو نمونو هئي.

**پارُو فقير/ پاربرهم فقير**: ٿرپارڪر ضلعي جي ڏيپلي تعلقي ۾، ڏيپلي جي شهر کان 15 ڪلوميٽر ڪن پري، اُتر اُلهندي طرف، "ويڙهي جهپ" نالي هڪ ننڍڙو ڳوٺ آهي. ويڙهي جهپ ۾ پنج ست گهر ٺڪرن (راجپوتن) جا، چار پنج گهر ڀجيرن جا ۽ ٿورڙا گهر ڀيلن ۽ مينگهواڙن جا آهن. پارو فقير کي "پاربرهم" بہ سڏيندا آهن. هو اصل ۾ ڪڇ علائقي جي انجار نالي شهر جو ويٺل هو. ذات جو ڪڇي برهمڻ هو، پر رواجي ٻانڀڻ کان ٻيءَ طرح هو. مٿَڪن نالي هڪ سنياسيءَ کان اُپديش يا گرمنتر وٺي يوگ اڀياس ڪيائين ۽ سڄي ڄمار برهمچاري ٿي رهيو. هوُ پوءِ ويراڳ وٺي، سامين ۽ جوڳين وانگر گهمندو ڦرندو، ڪڇ جو رڻ لتاڙي سنڌ ۾ آيو ۽


فقير پاربرهم جو مندر

ڏيپلي تعلقي جي ٻاهران ويڙهي جهپ ڳوٺ ۾ اچي رهيو انهيءَ وقت بہ هتي ڀيل رهندا هئا. پارُو فقير چوندو هو تہ جنهن هنن هريجنن کان "ڇُوُ ڇُوُ" ڪري پاسو ڪيو سو انسان ڪهڙو؟ پاڻ برهمڻ ٿي، هتي جي ڀيلن جي شيوا ڪرڻ لڳو.

پارُو فقير هتي ڪجهہ وقت رهي، پوءِ موٽي پنهنجي وطن ويو پر ويڙهي جهپ وٽي ويئي هيس. تنهنڪري پنهنجن مائٽن کي چيائين تہ "آءُ پنهنجي ديهي ويڙهي جهپ ۾ ڇڏيندس ۽ توهين منهنجي سماڌ اُتي جوڙائجو پل تہ ياد رهي تہ ذات پات جي ڀيد ڀڃڻ جو آرنڀ اول اُتي ٿيو هو" هو پوءِ مائٽن کي وٺي، ويڙهي جهپ ۾ آيو. سنان پاٺي ڪري، يوگ آسڻ ۾ ويهي، مائٽن کي چيائين تہ "هاڻ منهنجي مٿان مٽي ورايو" اهڙيءَ ريت هن جيئري ئي سماڌ ورتي. پارُو فقير جي سماڌ ويڙهي جهپ ۾ اڄ تائين آهي. اتي ورڪرمي سنبت جي هر سال چيٽ (مئي- جون) مهيني جي پنجين تاريخ تي ميلو لڳندو آهي. جيڪو پنڌرهن ڏينهن ساندهہ هلندو آهي. پارُو فقير جي سؤٽن جي آڪهہ مان ڪي ٻاوا آهن. جيڪي هينئر بدين شهر جي ڀرسان رهن ٿا. اهي ميلي کان ٿورو اڳي هتي ايندا آهن. جيڪو ٻائو گاديءَ تي ويٺل آهي، اهو هتي سماڌ وٽ اچي رهندو آهي.

شاهہ عبداللطيف ڀٽائي پنهنجي سفر دوران هتي ويڙهي جهپ ۾ آيو هو ۽ پارُو فقير جي هن آستان لاءِ چيو اٿس:

ڪاروڙئان ڪٽي، ويڙهي جهپ ويا،
سيڻ منهنجا سيد چئي، هاٿي هٿ هَئا،
پسي پڌ اَن جا، لُڙي لُڙڪَ پيَا،
ڏيهَي ڏور ويا، ڏيان ڏوراپا ڪن ڪي.

**پارهيڙي**: هڪ ذات جو نالو. "پارهيڙين" کي گهڻ ذات شمار ڪيو ويندو آهي. پارهيڙي سڄيءَ سنڌ ۾ رهندا آهن، پر گهڻو ڪري ڍانڍي علائقن ۾ گهڻا هوندا آهن. ڇاڪاڻ تہ سندس واسطو ڍانڍي پکي مارڻ ۽ پڪڙڻ سان هوندو آهي. جهنگ مان، يا پوکن مان پکين کي دام ۾ ڦاسائيندڙن کي "ماري" چوندا آهن شاهہ لطيف جو هڪ بيت آهي تہ:

"سَرَ ۾ پکي هيڪڙو، پارهيڙي پنجاهہ"

**پارهيڙيءَ جو شڪار**: هي پکين جي شڪار جو هڪ طريقو آهي. جنهن ۾ شڪاري پنهنجي مٿي تي ڪنهن وڏي پکي (ڀيڻ يا ٻئي ڪنهن پکيءَ) جي کل هٿ ڪري ان ۾ ڪپهہ يا ٻي ڪا شيءِ ڀري، پکيءَ جي کل ٺاهي، پاڻيءَ ۾ ويهي، صرف سسي ٻاهر ڪڍي اهڙي نموني سان هلندو آهي، جيئن پکي سمجهن تہ اهو بہ ڪو پکي آهي. ان کي 'دلبو' بہ چئبو آهي. پارهيڙي آهستي آهستي پکين جي ولر ۾ اچي پاڻيءَ ۾ هيٺان ئي هيٺان پکيءَ کي ٽنگن مان جهلي ٽنگون اکيڙي تي اڇلائيندو ويندو آهي. انهيءَ طريقي سان هو هڪ ئي وقت ۾ تمام گهڻا پکي جهليندو آهي. لطيف سائين فرمايو آهي تہ:

آءِ اڏامي هنجهڙا، سَرَ ۾ سارينئي،
مٿان مارينئي، پاڙهيري پَهہ ڪري.
'دلبو' منجهہ درياهہ، پکي پسي آئيا،
ويچارن ويساهہ، آٿي اُت اڙائيا.

**پاريا**: ضلعي ۽ تعلقي نوشهري فيروز جي هڪ ديهہ. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ابراهيم پريو، هاشم، يعقوب لغاري، صالح ڪوسو.

**پاري پرتو**: ضلعي ۽ تعلقي نوشهري فيروز جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پاري پرتو، شادي ڪوڪر، پاري جمن ۽ نوري وڳڻ.

**پاري نگر**: پاري نگر جي بندر جو بنياد عيسوي پهرين صديءَ ۾ پيو. جيڪو ننگرپارڪر کان 14 ڪلوميٽر اتر طرف واقع شهر "ويرا واهہ" جي پرسان ڊٺل ۽ ويران کنڊرن جي صورت ۾ موجود آهي. آباديءَ جي لحاظ کان، هتي اڳ اٽڪل 40 هزار ماڻهو رهندا هئا. هتي اوسواڙ (جين ڌرم) جي

اڪثريت هئي. جيڪي شاهوڪار ماڻهو هوندا هئا. تنهن وقت موجوده ڪڇ جو رڻ سمنڊ جي صورت ۾ موجود هو ۽ جنهن جو بندرگاهه پاري ننگر هوندو هو. ڪڇ جي رڻ مان جهاز سڌو اچي ڏوتڙ (ٻه تڙ) وٽ لنگر انداز ٿيندا هئا. ڏوتڙ، ويراواهه کان ٻه ميل اولهندي ۾ آهي. انهي قتل بندر جا نشان اڄ به ڏسڻ ۾ اچن ٿا. پاري نگر، پوڙيسر جي مسجد ۽ گوڙيءَ جي مندر تي جيڪو چٽسالي، جو ڪم ٿيل آهي، تنهن تي غور ڪرڻ سان اهو اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته اهو گهاٽ ساڳي ڪاريگر جو گهڙيل آهي ۽ چٽيل نفيس نقش مان ڀلي ڀت پروڙ پئجي سگهي ٿي ته هن ڀاڱي ۾ ڪيڏا وڏا چترڪار ۽ فنڪار موجود هئا. پوڙيسر جي مسجد 1555ع ۾ محمود شاهه بن مظفر شاهه بيگڙي تعمير ڪرائي هئي. يعني پاري ننگر کان 350 ورهيه پوءِ تيار ٿي هئي، جنهن جا آثار پنهنجي اوج جي تاريخ جو پڌائين پيا.



پاري نگر ۾ واقع قديم جين مندر

هن تاريخي شهر سان سڏونت - سارنگا جي عشق جو داستان مشهور آهي، جنهن کي هتان جي مقامي شاعرن/ ڪوين خوب ڳايو آهي. روايت آهي ته پاري ننگر ۾ راجا ساليواهن راڄ ڪندو هو. ڪيس سڏونت نالي هڪ پٽ هو ۽ سارنگا جين ڌرم جي هڪ وڏي امير واپاريءَ جي نياڻي هئي. جنهن جو ننڍي وهيءَ ۾ سڏونت سان گهاٽو سنيهه ٿي ويو. جڏهن سارنگا سورهن جي وهيءَ ۾ پير پاتو، تڏهن مائٽن سندس جين (ڏارا ننگري) جي هڪ امير واپاريءَ جي پٽ سان شادي ڪرائي ڇڏي، پر سڏونت جي سڪ سارنگا جي سيني ۾ اهڙو ته اونهو گهاءُ ڪيو هو جو هُو پارڪر جا پونا ڇڏي سندس پويان وڃي اُجين کان نڪتو.

ڏند ڪٿائن مان ڏس ملي ٿو ته پاري ننگر جي پاليل پدمڻي اُجين ڏانهن اُسهندي پارڪر جي ايندڙن ويندڙن کي اجهوائين چوي ٿي:

"پاراٿي را رائيڪا، ٽارو ڏوڏ ڊوڙاٿو جائه،
سڏونت آءِ اير کهي، سارنگا روتي جائه."

ٻي روايت آهي ته سارنگا راجستان جي ويٺل هئي ۽ سڏونت پڻ اتان جو ئي باشندو هو. سارنگا پاري ننگر ۾ "روپا شاهه" نالي هڪ سيٺ سان پرڻايل هئي. اُها روپونت رمڻي راجستان مان رواني ٿيندي پنهنجي سڄڻ سڏونت کي اجهو هيئين سنيهو ٿي ڏئي:

پاري نگر پنٽ گهڻو سوڌان ڪيرو ديس،
وهگو وڙي بالما، جوڳي سندي ويس.

چون ٿا ته پاري نگر جي واپارين پئسي جي زور تي هڪ تلاءُ ٺهرايو هو، جنهن جو نالو "ڪاجلاسر" تلاءُ هو پاري نگر جون پدمڻيون صبح جو ننڊ مان اٿي ان تلاءُ ۾ منهن ڌوئينديون هيون. انهن مرگهه نيڻين جي اکين ۾ ڪجل جا ڪارا ڪارا ليڪا ٺهي ويندا هئا ۽ سڄو پاڻي ڪجل جي سهڻي رک سان رنگجي ويندو هو اهو تلاءُ اڄ به ويراواهه جي اوڀر طرف موجود آهي. ٻي روايت آهي ته پاري نگر ۾ هڪ ارب پتي اوسواڙ ڪاجل شاهه نالي رهندو هو. تنهن تان اهو 'ڪاجلاسر' نالو پيو هو.

**پاڙِمُ:** نار يا هرلي جي پاڻڊي جي وچ ۾ رکيل نار يا نيس، جنهن ۾ لوڻ مان پاڻي پوندو آهي ۽ جيڪو اڏ جي ذريعي وهي وڃي ٻنيءَ ۾ پوندو آهي.

**پاڙو:** پرڻ اڏيل گهر، ٻه گهر هجن يا گهڻا گهر هجن. پر هڪٻئي جي پرڀ ۾ هجن، پٽ پٽ سان هجين يا جنبو گڏ هجي يا سامهون هجن. اهڙيءَ طرح اڏيل گهرن جي مجموعي کي "پاڙو" چوندا آهن. پاسي واري گهر ۾ رهندڙ کي "پاڙيسري" چوندا آهن. ڀهراڙين ۾ پاڙي ۾ فقط مٽن مائٽن جا گهر ٿيندا آهن. پر ننڍن يا وڏن شهرن ۾ ڪير به پاڙيسري ٿي سگهي ٿو ڪا جهل پل نه هوندي آهي. چوندا آهن ته "پاڙو نبين کي به پيارو آهي". پاڙيسرين جي حقن کي هر معاشري ۾ قبول ڪيو ويو آهي. نبي سڳوري صلي الله عليه وسلم پاڙيسريءَ جي حقن تي تمام گهڻو زور ڏنو آهي.

**پاڙودرو:** ضلعي ٿرپارڪر جي تعلقي ننگرپارڪر ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پاڙودرو، رامجي جو وانڍيو، چٽيندا، ڏناگام، عيدل ڪنيار، خانائيءَ جو وانڍيو، وهرجي وانڍيو.

**پاڙَهَا:** پاڙها، جيڪي گهڻو ڪري سما ۽ ملاح آهن. هي ٿر ۾ رهن ٿا. سنڌن خاص پاڙا: پماڻي، چُتا، جکرا، جيسڻ، مينگهراجاڻي، مُرڪ ۽ ساڪ آهن.

**پاڙي واري (فلم):** دبئيءَ جي ڪويتا ۽ لڇمڻ پاٽيا طرفان 2001ع ۾ رليز ٿيل فلم "پاڙي واري" هڪ صاف سٿري ۽ سکيا ڏيندڙ فلم آهي. هيءَ فلم سنڌ کان ٻاهر رهندڙ سنڌين جي نئين ٽهيءَ کي پنهنجي مادري ٻولي سکڻ لاءِ اتساهيندڙ آهي. هن ۾ ڏنل پيغام هيٺين سان هنڌائڻ جهڙو آهي. فلم جي ڪهاڻي، پلاٽ، قصو ۽ گفتگو ڪافي جاندار آهي، جنهن جو جس ايس. پي. مينگهاڻي ۽ واسديو نرمل ڏانهن وڃي ٿو. هن فلم جي ڪاميابيءَ جو سهرو فلم جي هدايتڪار ڪيلاش آڏواڻيءَ جي سِر تي آهي، جنهن کي هندي فلمن ٺاهڻ جو چاليهن سالن جو تجربو آهي. ڪيس فيضي مجمدار، گلزار، رامانند ساگر ۽ بي. آر. چوپڙا جهڙن نامور ڊائريڪٽرن سان گڏ ڪم ڪرڻ جو موقعو مليو آهي. "پاڙي واري فلم" جي مکيه اداڪارن ۾ راکي پاٽيا ۽ آرتي ماکيجاڻيءَ پنهنجي اداڪاريءَ جا ڪمال جوهر ڏيکاريا آهن. اجيت وڇاڻي، دليپ ٿهل، روچي شرما، سيما موٽواڻي، شانو جئشري ٿي ۽ گهنشيام جو به ڪين سلوسات ۽ سهڪار حاصل رهيو آهي. البت دليپ ٿهل جا سنڌي هوندي به اُچار درست نه آهن. ان ڪري اُهي ڊائلاگ جيڪڏهن ٻئي ڪنهن کان چوَرايا وڃن ها ته بهتر ٿئي ها.

**پازيب:** پازيب جي لفظي معنيٰ "پيرن جو سينگار" آهي. هي ڳهه وزن ۾ هلڪو ۽ سنهيءَ پٽيءَ وانگر هوندو آهي، جنهن ۾ سنهيون گهنگهريون به لڳل ٿين ته پلڙيون به ٿين. ڪي وري ٺپي جي نمونې ٿين. پازيب تي ميناڪاري به ٿئي. پازيب سون ۽ چانديءَ مان جڙن. پر سنڌ جا ڪي قبيلا ۽ ذاتيون پيرن ۾ سون ڪونه پائين، ان ڪري چانديءَ جا پازيب جوڙائين. هي

گهڻو ڳوٺ توڙي شهر جون عورتون ڏاڍي چاهه پائينديون آهن. خاص ڪري ڪنواريون ۽ ننڍيون نينگريون اِهي گهڻو پائين ٿيون. لوڪ شاعريءَ ۾ پازيب جو ذڪر "سينگار" جي شاعريءَ ۾ ملي ٿو. غزل ۾ به پازيب جو ذڪر ٿيل آهي. خاص ڪري ڳيچن ۾ پازيب ڳاتا ويا آهن.



پازيب

**پاسارا**: جتن سان واسطو رکندڙ هڪ ذات جو نالو جيڪي ملتاني، سرائڪي ۽ جتڪي زبان ڳالهائين ٿا. شايد هي پنجاب کان آيل جت (جاتيا) آهن. سنڌ ۾ اُٺ پالين ۽ پوک وغيره ڪن ٿا.

**پاساڙو**: "پٽ" جو ڪوبه هڪ پاسو هي ٿري ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جو مطلب "پاسو" آهي.

’ڇيلا ڇيڪارين، پنهوار پاساڙن ۾!‘

**پاسپورٽ**: ڪنهن به ملڪ جي حڪومت طرفان جاري ڪيل اهڙو دستاويز آهي، جنهن کي ٻين ملڪن ۾ داخل ٿيڻ جو اجازت نامو سڏي سگهجي ٿو. بين الاقوامي قاعدن موجب پاسپورٽ کان سواءِ ٻئي ڪنهن به ملڪ ۾ داخل ٿيڻ ڏوهه آهي. انهيءَ ڪري ڪنهن به ملڪ کان ٻاهر ٻين ملڪن ۾ ويندڙ مسافرن لاءِ پاسپورٽ ضروري هوندو آهي. پاسپورٽ ۾ نالو، پيءُ جو نالو، قوميت، پيدائش جي جاءِ، تاريخ، ڌنڌو ۽ ٻئي ملڪ ۾ وڃڻ لاءِ ويزا يا اجازت نامو لڳل هوندو آهي. ان سان گڏ فوٽو ۽ جسم تي ظاهري نشانيون به داخل ڪيون وينديون آهن. پاسپورٽ جو اهو به خاص مقصد هوندو آهي ته جيئن مسافر کي ٻئي ملڪ ۾ تحفظ جي ضمانت ملي سگهي.




**پاسرائيون/ پاسريون**: انساني جسم جو سيني (ڇاتيءَ) وارين هڏين جو پڃرو. هي پڃرو اڳيان سيني واري ڪاڪيءَ سان ۽ پٺ ۾ پٺيءَ واري ڪنڊي سان ڳنڍيل هوندو آهي. انهيءَ پڃري ۾ مٿيون ست پاسريون سيني جي ڪاڪيءَ سان ڳنڍيل هونديون آهن. باقي ٽي پاسريون به انهن پاسريءَ سان مليل هونديون آهن ۽ پوءِ ڏهين ۽ يارهين به پاسريون، لنڊيون پاسرائيون ٿينديون آهن. جيڪي



پاسرائيون

فقط پٺيءَ واري ڪنڊي سان مليل هونديون آهن. انهن پاسرائين جي پڃري ۾ ڦڦڙ ۽ ٻيا نازڪ عضوا دل وغيره کان محفوظ رهندا آهن. ڇاتيءَ ۽ پٺيءَ وارين هڏين جي شڪل سنهي، ڇپٽري ۽ تلوار وانگر وريل ٿئي ٿي. پٺيءَ وارين پاسرائين کي Vertebrates ۽ سيني يا ڇاتيءَ وارين پاسرائين کي Thoracic vertebrates چئبو آهي. پٺيءَ ۽ سيني جي پاسي کان ٻارهن پاسرائيون ٿين ٿيون. سيني يا ڇاتيءَ جون پهريون 7 پاسرائيون سيني واري هڏي (Breast bone) سان ڳنڍيل ٿين. انهن کي True ribs ۽ سيني جي پنجن پاسرائين کي False ribs چئبو آهي. انهن مان پهريون پاسرائيون Costal cartilage سان ڳنڍيل ٿين ٿيون. باقي ٻه پاسرائيون ڪرٽئي هڏيءَ (Cartilage) جي پڇاڙيءَ کان نڪرن ٿيون، جيڪي پيٽ جي پٽ کي ڇهن ٿيون. انهن کي لنڊيون پاسرائيون چئجي ٿو ڦڦڙن ۾ ايندڙ هوا کي وڌائڻ ۽ گهٽائڻ ۾ پاسرائين جو عمل دخل هوندو آهي.

**پاسَنگ**: هيءُ فارسي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جو مفهوم آهي، اهو پٿر يا وزن، جيڪو ساهميءَ جي ڪانٽي برابر ڪرڻ لاءِ ساهميءَ جي پُڙ ۾ وجهندا آهن يا ساهميءَ جي نڪي ۾ ٻڌي ڇڏيندا آهن. هن کي اهن به چوندا آهن.

**پاسو**: هيءُ گلگت واديءَ جو اوچن برفاني جبلن ۾ گهيريل هڪ ننڍڙو ڳوٺ آهي، جيڪو تاريخي قدامت جي لحاظ کان قابل ذڪر آهي. هن ڳوٺ ۾ 80 کان وڌيڪ گهر آهن. پاسو گلگت کان 170 ڪلوميٽر پري ڪراڪرم (قراقرم) شاهراهه جي پاسي ۾ واقع آهي. هيءُ ڳوٺ گليشيئر (برفاني تهه) مان نڪرندڙ درياهه جي ڪپ تي گونيءَ ڪُنڊ جي نشان وانگر سهڻو ڳوٺ آهي. نومبر ۽ ڊسمبر مهينن ۾ درياهي نهرن ۾ ٻوڏ ايندي آهي، انهيءَ ڪري ’پاسو‘ جي آسپاس وارا علائقا متاثر ٿين ٿا. ڳوٺ جي ڏکڻ ۾ ٻن ڪلوميٽرن تي جبلن جي وچ ۾ قدرتي ڍنڍ آهي، جيڪا ’پاسو ڍنڍ‘ جي نالي سان مشهور آهي. هيءُ ڳوٺ ماضيءَ ۾ چار ڀيرا تباهه ٿيو آهي. تاريخي لحاظ سان هن ڳوٺ کي چئن دؤرن ۾ ورهائي سگهجي ٿو پهريون دؤر تاريخ کان اڳ واري زماني جو آهي، جيڪو پنج هزار کان ٽي هزار سالن تائين جو دؤر آهي.

شمسان ماٿري ۽ درياهه ويجهو وڏين وڏين ڇپن تي جيڪي نشان اُڪريل آهن، انهن ۾ گهڻو ڪري مارخور، خچرن، دائرن ۽ ماڻهن جون شڪليون اُڪريل آهن. انهيءَ قسم جا نشان سوات ۽ چين جي "هيلان ڪانو" واري علائقي مان لڌا ويا آهن، جن کي پنجن هزارن کان وٺي ڏهن هزارن سالن تائين قديم ڄاڻايو ويو آهي. تباهيءَ جو ٻيو دؤر ڇهين ستين صدي هجريءَ ۾ آيو جنهن ۾ مهاتما ٻڌ جو وڏو مجسمو ۽ ڳوٺ ڊهي ويا. ’پاسو‘ جي تباهيءَ جو ٽيون حادثو اسلامي دؤر ۾ ٿيو جڏهن شاهراهه ڪراڪُرم (قراقرم) جي ڪاهي پاسي کان اوچيون ڇپون ’پاسو‘ ڳوٺ تي اچي ڪريون، جن جي ڪري ڳوٺ صفا تباهه ٿي ويو انهيءَ دؤر ۾ ڇپن تي جيڪي لکيتون اُڪريل هيون، سي سڀ ميسارجي ويون. پاسي جي تباهيءَ جو چوٿون دؤر 18 صدي عيسويءَ آهي. ان وقت ڳوٺ جي آبادي 5/ 6 گهرن تي مشتمل هئي، ان وقت گوجال جي ماٿريءَ جي ويجهو ٻهاڙي ڇپون هيٺ ڪريون، جنهنڪري درياهه جو وهڪرو بند ٿي ويو ۽ ٻيهر آبادي تباهه ٿي وئي. درياهه پنهنجو نئون رُخ اختيار ڪيو ۽ آسپاس جي رهاڪن ٻيهر ’پاسو‘ کي آباد ڪيو ’پاسو‘ جا رهاڪو "تاجڪ" قبيلي جا ماڻهو آهن. جن کي پنهنجي ٻولي ۽ ثقافت آهي. هتي مئي کان وٺي نومبر تائين سياح ايندا آهن. جن جي لاءِ سنا هوٽل تعمير ٿيل آهن.

**پاشا:** هي ترڪي ٻوليءَ جو عزت ڀريو لقب آهي. جيڪو ڪنهن وقت ۾ ترڪ حڪمرانن جو لقب هو. جيڪو لقب 1934ع ۾ ان معنيٰ جي حوالي سان رد ڪيو ويو. 1952ع تائين اهو لقب اوڀر جي ٻين ملڪن ۾ به استعمال ٿيندو رهيو. هي لقب تيرهين صديءَ عيسويءَ ۾ آقا جي معنيٰ طور استعمال ڪيو ويندو هو. بعد ۾. انهيءَ معنيٰ ۾ ان جو استعمال ختم ڪيو ويو. هيءُ لقب مذهبي ماڻهن کي وقت بوقت ڏنو پئي ويو آهي. هيءُ لفظ "شاهه" جي نعم البدل طور به ڪم ايندو رهيو آهي. هي لقب ترڪستان ۽ مصر جي حاڪمن جو لقب به رهيو آهي. هيءُ لقب صرف فوجين لاءِ ئي استعمال نه ٿيندو هو. بلڪ ڪن غير فوجين ۽ ديواني آفيسرن کي به هن لقب سان نوازيو ويندو هو. هيءُ لفظ ڪن حالتن ۾ عورتن لاءِ به استعمال ٿيندو هو. ائين محسوس ٿئي ٿو ته پاشا جو لقب تيرهين صديءَ جي آخر ۾ خاص ماڻهن جي نالن سان شامل ٿيو. جيڪي ايشيا ۾ ننڍيون ننڍيون رياستون قائم ڪيو ويٺا هئا. عثمانين ۾ بادشاهن کي "پاشا" جي لقب سان سڏيو ويندو هو. پاشا جو لقب ابتدا کان ئي حڪمرانن کي ڏنو ويندو هو. ڪجهه وقت کان پوءِ پاشا جو لقب ٻن منصبن وارن، يعني صوبي جي اميرالامراءِ ۽ وفاقي وزيرن لاءِ به استعمال ٿيڻ لڳو. هڪ اهڙو زمانو به آيو. جو پاشا جو لقب وزير لاءِ استعمال ٿيڻ لڳو. سليم پاشا جي سلطنت ۾ يورپ، ايشيا ۽ آفريڪا جون چويهه ولايتون هيون، جيڪي هڪ سؤ ٽيهن علائقن تي مشتمل هيون، جن کي صوبو چوندا هئا. هر ولايت جو حاڪم هڪ "پاشا" هوندو هو. اهڙي پاشا جو منصب هڪ وزير جي منصب برابر هوندو هو. پاشائن جي مقرري هر سال ڪئي ويندي هئي، پر جيڪڏهن ڪو پاشا ايترو طاقتور هوندو هو. جو ان کي برطرف ڪرڻ ۾ "باب عاليءَ" کي بغاوت جو انديشو محسوس ٿيندو هو. يا ڪو پاشا ديوان عاليءَ جي ڪن وزيرن کي پنهنجو طرفدار بڻائي رکندو هو ته اُهو ڪيترا سال يا وري سڄي عمر پنهنجي عهدي تي دائم ۽ پاشا جي لقب سان قائم رهندو هو. انتظامي معاملن ۾ پاشا جي مدد لاءِ "باب عاليءَ" طرفان ٻه يا ٽي ماڻهو مقرر ڪيا ويندا هئا. سلطنت عثمانيه جي خاتمي تي انهن سڀني عهدن تان پاشا جو نالو ختم ڪري صرف فوج جي سربراهه لاءِ استعمال ڪيو ويو. پر 1934ع کان فوج ۾ "پاشا" جي جڳهه "جنرل" لفظ ورتي.

**پاڪ انجيل** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب برٽش ۽ فارين بائبل سوسائٽيءَ وارن جو ڇپايل آهي. ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب ۾ 114 صفحا آهن ۽ ان جي قيمت ڇهه پايون (ٻه پئسا) آهي. ڇاپو پهريون. برٽش ۽ فارين بائبل سوسائٽيءَ، 1931ع ۾ ڇپايو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو ساڳيءَ سوسائٽيءَ طرفان 1941ع ۾ ڇپايو ويو. جنهن جي قيمت هڪ آنو هئي.

**پاڪ انجيل متي رسول جي معرفت** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب برٽش ۽ فارين بائبل سوسائٽيءَ وارن طرفان ڇپايل آهي. هن رائل سائيز واري ڪتاب ۾ 712 صفحا آهن. برٽش ۽ فارين بائيبل سوسائٽي، اسٽئنڊرڊ پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان ورهاڱي کان اڳ ڇپايو

**پاڪ پتڻ:** پاڪ پتڻ. پنجاب صوبي جي ضلعي ساهيوال جو مشهور شهر ۽ تعلقو رهيو آهي، جنهن جو قديم نالو "اجوڌن" (ايوڌن) آهي. هيءُ ستلج درياهه جي ساڄي ڪپ کان اٺ ميل پري واقع آهي. هن هنڌ کي بابا فريد گنج شڪر جي نسبت سان خاص شهرت حاصل آهي. بابا فريد گنج شڪر پنهنجي وصال تائين هن علائقي ۾ رهيو ۽ اتي سندس تبليغ جي ڪري، پنجاب جي وڏن قبيلن. خاص ڪري سيالن ۽ راجپوتن، اسلام قبول ڪيو. بابا فريد جي مزار تي ماڻهو پري پري کان زيارت لاءِ ايندا آهن.

هن شهر کي قديم زماني کان تاريخي حيثيت حاصل آهي. هيءُ شهر "چالوڪيا" خاندان جي راجائن جي گاديءَ جو هنڌ رهيو آهي. اڪبر بادشاهه، بابا فريد گنج شڪر جي مزار جي ڪري، ڪيس "پاڪ پتڻ" جو نالو ڏنو.

326 ق. م ڌاري جڏهن سڪندراعظم هندستان تي ڪاهه ڪئي، ته ان زماني ۾ هتي "سوارڪا" قوم جا ماڻهو رهندڙ هئا. سوارڪا بهادر قوم هئي، هنن سڪندراعظم جو اهڙو ته دليريءَ سان مقابلو ڪيو جو هو سندن علائقي کان اڳتي وڌڻ جي همت نه ڪري سگهيو. اجوڌن شهر ۾ هڪ مضبوط قلعو هو. جيڪو سبڪتگين 977ع يا 978ع ڌاري پنهنجي قبضي ۾ آندو. غزني گهراڻي جو هڪ ٻيو بادشاهه ابراهيم به ڪجهه عرصي تائين هن قلعي تي قابض رهيو. 1398ع ۾ جڏهن امير تيمور هندستان تي ڪاهه ڪئي ته هتي جا اڪثر ماڻهو شهر خالي ڪري نڪري ويا ۽ ڪي ٿورا ماڻهو پاڪ پتڻ ۾ باقي رهجي ويا. امير تيمور، بابا فريد گنج شڪر جي احترام ۾ سندس جان بخش ڪري ڇڏي.


پاڪ پتڻ ۾ موجود بابا فريد جي درگاهه

چون ٿا ته جڏهن بابا فريد اجوڌن آيو هو ته هڪ هندو جوڳي "بيرنات" سندس سخت مخالفت شروع ڪري ڏني، پر سندس روحاني اثر ڪري اهو جوڳي اڳتي هلي مسلمان ٿيو. جيڪو پوءِ "پيرڪمال" جي نالي سان سڃاڻجڻ لڳو. ان واقعي کان پوءِ بابا فريد مستقل طور تي اجوڌن ۾ رهائش اختيار ڪئي. غازي بيگ تغلق، جيڪو بعد ۾ سلطان غياث الدين تغلق جي لقب سان دهليءَ جو بادشاهه بڻيو ۽ تغلق گهراڻي جو باني ليکيو ويو. ان بابت روايت آهي ته اهو بابا فريد جي دعا سان، پهرين ملتان جو گورنر ۽ پوءِ دهليءَ جو بادشاهه بڻيو. امير تيمور جي زماني تائين عام ماڻهو هن شهر کي اجوڌن ئي چوندا رهيا، پر مسلمانن ۾ "پاڪ پتڻ" نالو ئي رائج رهيو. بعد جي زماني ۾ اجوڌن جو نالو نه ٿو ملي. اڪبر جي دؤر ۾ به هن شهر کي پاڪ پتڻ ئي لکيو ويو آهي. پاڪ پتڻ ۾ هر سال محرم مهيني جي چوٿين تاريخ کان بابا فريد جو عرس وڏي شان ۽ مان سان ملهايو وڃي ٿو ۽ زائرين پري پري کان لکن جي تعداد ۾ اچي، سندس درگاهه تي حاضر ٿيندا آهن.

1398ع ۾ امير تيمور ملتان فتح ڪيو ته پاڪ پٽڻ تي به لشڪرڪشي ڪيائين. ڪنهن زماني ۾ پاڪ پٽڻ جي حيثيت هڪ واپاري شهر جي هئي. 1868ع ۾ هتي ميونسپالٽي قائم ڪئي وئي. هتي "لاک" ناهڻ جي صنعت گهڻي مشهور آهي. هيءُ شهر عمدي ڪپڙي جي اڻاوت جو مرڪز رهيو آهي. هتان جون گرڏون ۽ کيس مشهور آهن. موجوده پاڪپتن ايڏو سهڻو شهر ڪونهي. شهر جي چوڌاري ڪا فصيل (ديوار) به ڪانهي، ان جون بازارون سوڙهيون آهن. پاڪستان کان اڳ شهر ۾ کتري، اروڙا ۽ برهمڻ رهندا هئا. مسلمانن ۾ آرائين، قريشي، چشتي ۽ سيد آباد هئا. ورهاڱي کان پوءِ اُتي هندستان مان لڏي آيل مسلمان گهڻي تعداد ۾ آباد ٿي ويا آهن. هن شهر جا ڪاريگر ڪاٺ جي ڪم، رانديڪن، گوڏ جي ڪپڙي ۽ بستري جي چادرن ناهڻ جي ڪري مشهور آهن.

شهر کي چار تاريخي دروازا آهن. سن 712ع کان 1526ع تائين جي اسلامي دؤر ۾ به هن علائقي کي گهڻي اهميت حاصل رهي. ديني تبليغ لاءِ ڪيترين هستيون پاڪ پٽڻ ۾ آيون. جهڙوڪ: حضرت خواجه عبدالعزيز مکي، اسلام جو پهريون قلندر هو جو پاڪ پٽڻ ۾ پنهنجن ساٿين سميت شهيد ٿيو هو اهو هنڌ "گنج شهيدان" جي نالي سان مشهور هو جيڪو بعد ۾ "گوڏڙي حضرت بابا فريد" سڏجڻ لڳو. بابا فريد گنج شڪر پنهنجي مرشد حضرت خواجه قطب الدين بختيار ڪاڪيءَ جي لاڏاڻي کان پوءِ پاڪپتن ۾ آيو "تغلق مسجد" به هن شهر جي تاريخ جو هڪ اهم حصو آهي. سکن جي روحاني بزرگ بابا گرونانڪ به هتي قيام ڪيو هو ۽ اُنهيءَ جاءِ کي "ٽبه نانڪ سر" جي نالي سان ياد ڪيو وڃي ٿو: هتي ئي هن "گرنٿ صاحب" لکيو جنهن ۾ حضرت بابا فريد گنج شڪر جو ڪلام به موجود آهي، ۽ اهوئي سبب آهي، جو سک به حضرت بابا فريد سان خاص مذهبي عقيدت رکن ٿا. اسلامي دؤر حڪومت ۽ خاص ڪري مغلن جي دؤر ۾ پاڪ پٽڻ کي جيڪا اهميت حاصل هئي، انگريزن جي ڏينهن ۾ هن علائقي کي اها اهميت نه رهي. پاڪستان جي قيام کان گهڻو پوءِ 1990ع ۾ "پاڪ پٽڻ" کي ضلعي جي حيثيت ڏني وئي آهي.

**پاڪدامن بيبيون:** نندي کنڊ ۾ مسلمانن جي آمد کان تقريباً ڇاويهه سال پوءِ 62 هه/ 681ع ۾ پاڪدامن بيبين جو واقعو لاهور جي مستند تاريخن ۽ تذڪرن ۾ شامل آهي. 62 هه/681ع ۾ لاهور جي ويجهو هڪ ٽڪريءَ تي ڪجهه پرديسي عورتون ۽ مرد اچي لٿا، ان وقت لاهور تي هڪ راجا مهابرن/ برماستري جي حڪومت هئي، هتي هڪ وڏو مندر هو جنهن ۾ رواج مطابق پٿر جون مورتيون رکيل هيون، جن جي پوڄا ڪئي ويندي هئي. هن مندر ۾ هڪ اضافي شيءِ هيءَ هئي، جوان جي اڳيان باهه ٻرندي رهندي هئي، اهڙي طرح اهو مندر بت پرستي ۽ اگني پوڄا جو گڏيل مرڪز بڻجي چڪو هو ۽ آباديءَ جي اوچيءَ ذات وارا ماڻهو هن مليل جليل عقيدي جا قائل هئا.

هڪ ڏينهن اچانڪ سڀ مورتيون منهن ڀر ڪري پيون ۽ باهه وسامي وئي، هن واقعي جي راجا مهابرن خبر ٻڌندي ئي مندر ڏانهن وٺي ڀڳو ۽ جڏهن يقين ٿي ويس ته سڀ ڪجهه بغير ڪنهن تحرڪ جي عمل ۾ آيو آهي، باهه تي ڪنهن پاڻي نه وڌو، ڀوجو پروهت (مذهبي ڪم ڪندڙ ۽ ڪرائيندڙ) موجود هو ان جي اکين آڏو هي واقعو ٿيو هو راجا ڳڻتيءَ ۾ پئجي ويو ڇو ته هي اشپ ڳالهه ديوتائن جي ناراض ٿيڻ جو دليل هئي. راجا مهابرن پنڊتن، منترين ۽ نجومين کي سڏايو پر اهي پنهنجي فن ۽ علم جي مدد سان ڪو به سبب معلوم نه ڪري سگهيا. انهيءَ دوران خبر ملي ته ويجهو جهنگلي ٽڪريءَ تي ڪجهه مرد ۽ ڪجهه عورتون اچي ترسيا آهن، جيڪي غير ملڪي آهن. راجا کي خيال آيو ته متان هن واقعي جو ساڻن ڪو تعلق هجي، انهيءَ ڪري راجا انهن پاڪدامن بيبين ۽ مردن جي گرفتاريءَ لاءِ سپاهي موڪليا. هوڏانهن ٽڪري تي ترسيل پاڪدامن بيبين ۽ مردن جو تعداد يارهن هو جن ۾ ست پاڪدامن بيبيون ۽ چار مرد هئا، عورتن سپاهين کي ڏسندي ئي پنهنجي منهن تي نقاب ڏئي ڇڏيا ۽ مرد تلوارون کڻي سپاهين سان وڙهڻ لاءِ تيار ٿي بيٺا. انهي چئن مردن جي هيبت کي ڏسي سپاهي هيسجي ويا ۽ انهن مان ٻه ڄڻا راجمڪار (راجا جي پٽ) کي وٺي آيا. راجڪمار پڻ پاڪدامن بيبين ۽ انهن مردن جا نوراني چهرا ڏسي هيسجي ويو پر انهن بيبين مان هڪ عمر رسيده بيبي خود راجڪمار جي ٻوليءَ ۾ راجڪمار کي جواب ڏنو ته "اسين خداءِ واحد جا ٻانها ۽ پيغمبر اسلام حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جي اولاد مان آهيون، اسان جي سردار کي جيڪو رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم جو ڏوهٽو هو ڪربلا ۾ قتل ڪيو ويو ۽ اسان کي قيد ڪيو ويو پر قيد مان آزاد ٿيڻ کان پوءِ جڏهن اسين پنهنجي مٽن مائٽن سان پنهنجي وطن مديني وڃي رهيا هئاسين ته رستي ۾ پنهنجي مٽن مائٽن کان الڳ ٿي وياسين ۽ هلندي هلندي هتي اچي پهتا آهيون" عرب جي بيبي سنسڪرت ۾ ائين گفتگو ڪري رهي هئي، جڻ سندس مادري زبان هجي، راجڪمار بلڪل حيران ٿي ويو.

راجڪمار جي وڌيڪ تفصيل پڇڻ تي ان پاڪدامن بيبي ٻڌايو ته "آئون شهيد حضرت مسلم بن عقيل جي بيوه رقيه بنت علي ابن ابي طالب عليه السّلام ۽ سيد الشهداءَ حضرت امام حسين عليه السّلام جي علم بردار سپهه سالار حضرت ابو الفضل العباس عليه السّلام جي ڀيڻ آهيان: هي پنج بيبيون (بيبي ام هاني، بيبي ام القمان، بيبي اسماء، بيبي رمله ۽ بيبي زينب) حضرت مسلم بن عقيل عليه السّلام جون ڌيئون ۽ منهنجون نٹانون آهن ۽ هوءَ ڇهين عورت بيبي حليمه چوڻ ۾ ٻانهي آهي، پر آهي اسان جي برابر اسان هن کي گهڻو چيس پر هن اسان جو هر حال ۾ ساٿ نه ڇڏيو ۽ چوندي رهي ته آءُ جيڪڏهن توهان کي هينئر ڇڏي ويندس ته محشر ۾ حضور صلعم ۽ جناب سيده بيبي فاطمة الزهره کي ڪهڙو منهن ڏيکاريندس، باقي هي چار مرد ابو الفتح، ابوالفضل، ابوالمڪارم ۽ عبدالله اسان جي قبيلي جا ۽ اسان جا محافظ آهن".

راجڪمار تمام گهڻو متاثر ٿيو هو پر پوءِ به هو نرم لهجي ۾ چوڻ لڳو ته "راجا جي حڪم جي تعميل ضروري آهي، توهان کي درٻار ۾ هلڻو ئي پوندو" اهو ٻڌي عمر رسيده پاڪ بيبي کي جلال اچي ويو ۽ ان قهري نگاهه راجڪمار تي وڌي ته اهو ڏڪي ڏڪي بيهوش ٿي ويو راجڪمار جي هيءَ حالت ڏسي سپاهين هڪدم سندس چوڌاري گهيرو ڪري ڇڏيو ۽ آهسته آهسته گهيرو تنگ ڪندا ويا، اهو ڏسي انهن پاڪدامن بيبين جا محافظ پنهنجون تلوارون کڻي مقابلي لاءِ تيار ٿي ويا، پر هڪدم ان بيبي دعا لاءِ هٿ کڻي هڪ عجب نگاهه سان آسمان طرف ڏٺو فضا ۾ هڪ بيچيني ۽

هلچل پيدا ٿي ۽ چيو وڃي ٿو ته فوراً زمين شق ٿي ۽ سڀ پاڪ دامن بيبيون محافظن سميت زمين ۾ سمائجي ويون ۽ زمين وري برابر ٿي وئي، سپاهين بيهوش راجڪمار کي پاڻيءَ جا ڇنڊا هڻي هوش ۾ آندو ۽ سڄو سربستو احوال ٻڌايائون. راجڪمار پاڪدامن بيبين مان ايترو ته متاثر ٿيو جو ان هنڌان هٽيو ئي ڪو نه. بلڪ مجاور ٿي ويٺو. اهو راجڪمار اسلام قبولي توحيد جو قائل ٿي ويو ۽ پاڪدامن بيبين جي مزارن جو پهريون مجاور ٿيو. راجا گهڻي ڪوشش ڪئي ته راجڪمار ۽ ڪجهه سپاهي، جن اسلام قبوليو هو تن کي پراڻي دين تي آڻجي، پر راجا کي ڪجهه به نه وريو ۽ مجبور ٿي راجڪمار ۽ سپاهين کي سندس حال تي ڇڏي ڏنائين. اهڙيءَ طرح هن علائقي ۾ اسلام جي پهرين شمع روشن ٿي. راجڪمار ۽ سپاهين پاڪدامن بيبين جو قبو جوڙايو، جتي هو ويهي عبادت ڪندا هئا. راجڪمار پنهنجو نالو محمد جمال رکيو.

روايت آهي ته جتن جو هڪ سردار بالو پنهنجي خوبصورت پر معذور ڌيءَ هن مقام تي کڻي آيو ۽ راجڪمار کي پنهنجي ڌيءَ جي صحتيابي لاءِ عرض ڪيائين. راجڪمار سندس ڇوڪريءَ جي صحتيابي لاءِ دعا گهري، خدا جي عنايت سان اها ڇوڪري چڱي ڀلي ٿي پئي. ان تي بالو جت ڏاڍو خوش ٿيو ۽ مسلمان ٿيو ۽ پنهنجيءَ ڌيءَ جي شادي راجڪمار سان ڪرايائين. وقت گذرڻ کان پوءِ راجڪمار محمد جمال مان بدلجي بابا خاڪي جي نالي سان مشهور ٿيو. غزنوي دؤر ۾ محمود جي خادم اياز لاهور ۾ قيام دوران هتي هڪ خانقاهه تعمير ڪرائي، اڪبر بادشاهه جي دؤر ۾ اها خانقاهه نئين سر تعمير ڪرائي وئي، جيڪا اڄ تائين هر خاص ۽ عام لاءِ مقدس زيارتگاهه آهي. هن قسم جا مقدس مقام، مختلف مقامن تي آهن. سنڌ ۾ سکر ۾ به ”ستين جو آستان“ آهي. انهن مقامن سان مقامي عقيدت جون روايتون به شامل ٿي وڃن ٿيون ۽ انهن واقعن جي اڪثر تاريخي حقيقت روايتن جي نظر چڙهي وڃي ٿي.

*[متين روايت ’اولياءِ لاهور‘، ’تحقيقاتِ چشتي‘، ’تاريخ لاهور‘ (ڪنهيا لعل) ۽ ٻين مستند ڪتابن ۾ قلمبند ٿيل آهي.]*

**پاڪدامن نياڻيون:** ميرعلي شير قانع ٺٽوي پنهنجي تصنيف تحفة الڪرام ۾ لکيو آهي ته: ”سومرن جي اولاد مان ست سهڻيون پاڪدامن سَتيون جَتيون ڇوڪريون خداپرست هونديون هيون، جيڪي هميشه عبادت ۾ مشغول رهنديون هيون. اهي پاڪدامن ڇوڪريون تلهار جي ڳوٺ ۾ شاديءَ جي لالچ رکندڙ سما برادريءَ جي ڪجهه ماڻهن جي ظلم کان پاسو ڪري اصحاب ڪهف وانگر، گمناميءَ جي گوشي ۾ رهنديون هيون. انهن ڏينهن ۾ انهن ڇوڪرين ساموئيءَ ۾ وڃي سيد يعقوب مشهدي وٽ پناهه ورتي. سيد يعقوب مشهدي جام نظام الدين جي دؤر (901 هه/ 1495ع) ۾ مشهد مان لڏي اچي ساموئيءَ ۾ آباد ٿيو هو 922 هه/ 1516ع ۾ رحلت ڪئي هئائين. سيد يعقوب جيستائين جيئرو هو تيستائين هي ست ئي پاڪ دامن ڇوڪريون محفوظ هيون، پر جيئن ئي سيد صاحب جي رحلت ٿي، ساموئيءَ جي ڪجهه حوس پرست رئيسن اچي هنن ستين جتين کي تنگ ڪيو پر هنن مان ڪا به شادي ڪرڻ لاءِ راضي نه ٿي، نيٺ انهن رئيسن هنن کي قيد ڪرڻ لاءِ ڪجهه ماڻهو مقرر ڪيا. جيئن دستور مطابق هي ست ئي ڄڻيون پاڪ ڦٽڻ کان اڳ غسل لاءِ درياهه تي پهتيون، تيئن ئي انهن شريسند ماڻهن کين اغوا ڪيو پر هنن سيني ڪٺي درياهه ۾ ٽپو ڏنو. اهو حال ڏسي هڪ الله جي نيڪ ولي شيخ جندي انهن پاڪدامن ڇوڪرين کي درياهه پار ڪرائي ڇڏيو. مخالفن انهيءَ ٽپ کان ته متان هي ڇوڪريون ڪنهن پناهه واري جاءِ تي پهچي وڃن، سندن پيڇو ڪيو. اهو حال ڏسي انهن پاڪدامن ڇوڪرين الله جي بارگاهه ۾ ٻاڏائڻ شروع ڪيو ته: اي مالڪ! اسان جي پاڪدامني ۽ عزت پنهنجي حفظ ۽ امان ۾ رک. الله جي حڪم سان زمين ڦاٽي ۽ اهي ست ئي پاڪدامن نياڻيون زمين اندر الله پاڪ جي پناهه ۾ اچي ويون. انهيءَ ڏينهن کان وٺي انهن پاڪدامن پاڪ نياڻين جي آرامگاهه ساموئي ۾ ماڻهن لاءِ هڪ وڏي زيارتگاهه آهي“. هيءَ روايت به لاهور جي ’پاڪدامن بيبين‘، سکر جي ’ستين جي آستان‘ واري تسلسل جي روايت آهي، جنهن جي پٺيان ’زمين ڦاٽڻ‘ واري عوامي عقيدت واري سوچ شامل آهي.

**پاڪستان:** پاڪستان ڏکڻ ايشيا ۾ هند پاڪ ننڍي کنڊ جو هڪ ننڍڙو ملڪ آهي، جيڪو '00 $30^0$ اتر ڊگهائي ڦاڪ ۽ '00 $70^0$ اوڀر ويڪرائي ڦاڪ تي موجود آهي. هي آباديءَ جي لحاظ کان اسلامي ملڪن ۾ وڏي آباديءَ وارن ملڪن ۾ شمار ٿئي ٿو. پاڪستان برصغير جي مسلمانن لاءِ ڌار وطن طور 14 آگسٽ 1947ع تي وجود ۾ آيو.

**پاڪستان بابت موجوده معلومات:**

| | |
|---|---|
| **پورو نالو:** | اسلامي جمهوريه پاڪستان |
| **آبادي:** | 180.8 ملين (2009ع ۾ اقوام متحده جي انگن اکرن موجب) |
| **گاديءَ جو هنڌ:** | اسلام آباد |
| **ايراضي:** | 796096 چورس ڪلوميٽر |
| **آزاد ڪشمير:** | 83716 چورس ڪلوميٽر |
| **مُکيه ٻوليون:** | پنجابي، سنڌي، اردو، پشتو ۽ بلوچي (تفصيل اڳتي پڙهندا) |
| **وڏو شهر:** | ڪراچي |
| **عمر جي وڌ ۾ وڌ شرح:** | مرد 66 سال، عورت 67 سال |
| **مُکيه مذهب:** | اسلام |
| **سِڪو:** | 1 پاڪستاني روپيو = 100 پئسا |
| **قومي گل:** | چنبيلي |
| **قومي وڻ:** | ديئُدار |
| **قومي پکي:** | چڪور |
| **قومي راند:** | هاڪي |
| **قومي لباس:** | شلوار قميص |
| **انٽرنيٽ ڊمئن:** | .pk |
| **بين الاقوامي ڊائلنگ ڪوڊ:** | +92 |

گڏيل هندستان ۾ آزاديءَ جي تحريڪ دوران انگريزن جي سازش تحت هندن ۽ مسلمانن وچ ۾ نفاق جو ٻج ڇٽي منجهن سياسي، سماجي ۽ مذهبي اختلافن کي اڀاريو ويو. نتيجي ۾ آزاديءَ جي تحريڪ ۾ حصو وٺندڙن مان مسلمانن کي ڪي شڪايتون پيدا ٿيون ۽ انهن مسلم ليگ نالي جماعت جو بنياد وڌو، جنهن جي پليٽفارم تان هندستان جي مسلمانن، مسلم اڪثريت وارن علائقن تي مشتمل ڌار ملڪ جو خيال پيش ڪيو. تڏهن مسلم ليگ، قائداعظم محمد علي جناح جي رهنمائيءَ ۾ 1940ع ۾ لاهور واري اجلاس ۾ هي مطالبو هڪ قرارداد ذريعي منظور ڪرايو.

ان ڪانپور 1946ع ۾ ليگ ڪنوينشن دهليءَ هن قرارداد جي وضاحت لاءِ هڪ تجويز منظور ڪئي. اهي ٻئي قراردادون "مينار پاڪستان" لاهور تي اڪريل آهن. جنهن جو متن هن ريت آهي. (وڌيڪ ڏسو: تحريڪ پاڪستان، جلد ٻيو)



پاڪستان جو قومي جهنڊو

**پاڪستان جو ٺهراءُ/ قرارداد لاهور:** (آل انڊيا مسلم ليگ لاهور ۾ منظور ٿيل: 22 کان 24 مارچ 1940ع).

(1) آئيني مسئلي تي آل انڊيا مسلم ليگ ڪائونسل ۽ مجلس عاملہ جي هن پيش قدميءَ جي تائيد ۽ توثيق ڪندي، جيڪا 27 آگسٽ، 17- 18 سيپٽمبر، 22 آڪٽوبر 1939ع ۽ 3 فيبروري 1940ع جي قراردادن مان واضح ٿئي ٿي. آل انڊيا مسلم ليگ جو هي اجلاس پر زور طريقي سان اهو دهرائي ٿو ته، اهو وفاقي منصوبو، جنهن جو اظهار گورنمينٽ آف انڊيا ايڪٽ 1935ع ۾ ڪيو ويو آهي. بلڪل غير موزون، هن ملڪ جي خاص حالتن جي پيش نظر ناقابل عمل ۽ هندستان جي مسلمانن لاءِ مڪمل طور ناقابل قبول آهي.

(2) هن اجلاس جي اها حتمي راءِ آهي ته 18 آڪٽوبر 1939ع تي جيڪو اعلان وائسراءِ، حڪومت جي طرفان ڪيو هو، اهو ان حد تائين ته اطمينان بخش آهي، جو جنهن ملڪ ۽ منصوبي تي گورنمينٽ آف انڊيا ايڪٽ 1935ع ٻڌل آهي. ان تي هندستان جي مختلف جماعتن، مفادن ۽ فرقن جي مشوري سان ٻيهر غور ڪرڻ جو يقين ڏياريو ويو آهي، پر هندستان جا مسلمان ان وقت تائين مطمئن نه ٿيندا، جيستائين پوري آئيني منصوبي تي ٻيهر نئين سر غور نه ڪيو ويندو ۽ ڪو به نئون منصوبو انهن جي رضامندي ۽ منظوري سان مرتب نه ڪيو ويندو.

(3) طئي ٿيو ته آل انڊيا مسلم ليگ جي اجلاس جي هيءَ منظور شده راءِ آهي، ته ڪو به آئيني منصوبو هن ملڪ ۾ قابل عمل ۽ مسلمانن لاءِ قابل قبول نه هوندو، جيستائين اهو هيٺ ڄاڻايل بنيادي اصولن تي وضع نه ڪيو ويندو، يعني جاگرافيائي طور ويجهڙائي وارن علائقن جي حد بندي اهڙي خطي ۾ ڪئي وڃي، جو جن علائقن ۾ مسلمانن جي اڪثريت آهي، مثلاً: هندستان جا اتر اولهندي ۽ اڀرندي وارا حصا. انهن جي تشڪيل اهڙي ته آزاد رياستن جي صورت ۾ ڪئي وڃي، جو اهي خود مختيار ۽ مقتدر هجن.

گڏوگڏ انهن ويجهڙائي وارن علائقن ۾ اقليتن جي مذهبي، ثقافتي، معاشي، سياسي، انتظامي ۽ ٻين حقن ۽ مفادن جو مناسب ۽ مؤثر تحفظ انهن جي مشوري سان آئين ۾ وضاحت سان ڪيو وڃي ۽ هندستان جي ٻين حصن ۾ جتي مسلمان اقليت ۾ آهن، انهن جي ٻين اقليتن جي مذهبي، ثقافتي، معاشي، سياسي، انتظامي ۽ ٻين حقن ۽ مفادن جو مناسب ۽ موثر تحفظ انهن جي مشوري سان آئين ۾ وضاحت سان شامل ڪيو وڃي.

وڌيڪ هيءَ اجلاس مجلس عاملہ کي اهو اختيار ڏئي ٿو ته اها انهن بنيادي اصولن مطابق آئين جو هڪ اهڙو منصوبو مرتب ڪري، جنهن جي مدد سان ذڪر ڪيل علائقن کي پورا اختيار حاصل ٿي وڃن، جيئن: دفاع، پرڏيهي مامرا، مواصلات، محصولات ۽ ٻيا مامرا جيڪي ضروري سمجهيا وڃن.

ان بعد 1946ع ۾ مسلم ليگ جي اجلاس ۾ ان "قرارداد" ۾ تبديلي آڻي، "آزاد ۽ خود مختيار رياستن" جي جاءِ تي "هڪ رياست (State)" جو لفظ ڪم آندو ويو.

**1946ع واري دهلي قرارداد:** قرارداد پاڪستان جي وڌيڪ تشريح هن ليگ ڪنوينشن جي هڪ قرارداد ۾ مرڪزي ۽ صوبائي قانون ساز مجلس جي چونڊيل ميمبرن گڏيل راءِ سان ڪئي، جيڪا قائداعظم جي صدارت ۾ 9 اپريل 1946ع تي دهليءَ ۾ منعقد ٿي، جنهن ۾ ٻين مامرن مان صرف هي نڪتو واضح ڪيو ويو ته:

'هندستان جي اتر اڀرندي ۾ بنگال ۽ آسام ۽ اتر الهندي ۾ پنجاب، صوبو سرحد، سنڌ ۽ بلوچستان، يعني مسلم اڪثريت وارا علائقا آهن، اتي واحد ۽ خود مختيار مملڪت جي تشڪيل ڪئي وڃي ۽ ان امر جو واضح اعلان ڪيو وڃي ته پاڪستان جو قيام بنا دير عمل ۾ آندو وڃي.

پاڪستان جي حق ۾ سڀ کان پهرين اپريل 1943ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ ٺهراءُ پاس ڪيو هو.

انگريز دَور ختم ٿيڻ سان هندستان کي ٻن آزاد ملڪن: ڀارت ۽ پاڪستان ۾ ورهايو ويو. پاڪستان جي حصي ۾ برطانوي هند جا اتر الهندي وارا پرڳڻا آيا، جن ۾ مسلمانن جي اڪثريت هئي، جهڙوڪ: اولهندو پنجاب، سنڌ، بهاولپور رياست، خيرپور رياست، بلوچستان ۽ سرحد صوبو (هاڻوڪو خيبر پختونخوا) ۽ اُن جون رياستون آيون. اوڀر بنگال وارو حصو به پاڪستان ۾ شامل ڪيو ويو، جيڪو "مشرقي پاڪستان" سڏيو ويو. پاڪستان جي اڀرندي حصي ۾ اوڀر بنگال ۽ سلهٽ جو ضلعو شامل ٿيا. جمون ۽ ڪشمير بابت ڪو فيصلو نه ڪيو ويو. ڪاٺياواڙ جي ڪجهه رياستن جهڙوڪ: جهوناڳڙهه، ماناوادر ۽ مانگرول جو پاڪستان سان ظاهري الحاق ڪيو هو، پر عملي طرح ٿي نه سگهيو. حيدرآباد دکن پاڪستان سان الحاق جو اعلان ڪيو هو، پر اها رياست ڀارت سان ٺي رهي.

**ايراضي ۽ حدون:** ابتدا ۾ پاڪستان پنجن صوبن ۽ ڪجهه رياستن تي مشتمل هو، پر 1954ع ۾ الهندي حصي جي سمورن صوبن ۽ رياستن کي ملائي "وَن يونٽ" ناهيو ويو ۽ ملڪ جو الهندو حصو "مغربي يا اولهه پاڪستان" سڏيو ويو ۽ بنگال کي "مشرقي يا اوڀر پاڪستان" سڏيو ويو. مغربي پاڪستان ۾ پنجاب، سنڌ، سرحد، بلوچستان جي حدن ۾ ايندڙ رياستون شامل هيون. پاڪستان جي ٻنهي حصن جي وچ ۾ ڀارت جو هڪ هزار ميلن تي محيط ملڪ هو اوڀر پاڪستان جي اتر، اولهه توڙي اوڀر ۾ ڀارت، ۽ ڏکڻ ۾ بنگال جو اپسمنڊ هو اولهه پاڪستان جي حدن جي اتر اوڀر ۾ ڀارت آهي. ان وقت پاڪستان جي ڪل ايراضي 363529 چورس ميل هئي.

اڳوڻي اوڀر پاڪستان جي 90 سيڪڙو زمين سنوت واري هئي، جنهن کي ”گنگا واديءَ واري زمين“ چيو ويندو آهي. هن واديءَ ۾ ٽي مکيه درياهه آهن: گنگا (پدما)، برهمپترا (جمنا) ۽ ميگهنا. ان جي ڏکڻ اوڀر ۾ چٽگام جون پهاڙيون آهن، جيڪي آسام جي جبلن ۽ برما جي پهاڙن جون شاخون آهن. انهن پهاڙين جي لهواري حصي ۾ تمام گهڻي برسات پوندي آهي. هن علائقي جي مشهور ندي ’ڪرنافلي‘ آهي.



پاڪستان جو نقشو

پاڪستان سان اوڀر بنگال جي شرڪت 24 سال رهي، ان بعد پاڪ- ڀارت جنگ جي نتيجي ۾ 16 ڊسمبر 1971ع تي ”بنگلاديش“ جي نالي سان نئون ملڪ وجود ۾ آيو. هن ملڪ کي قديم تاريخي پسمنظر اڳ ئي هو. پاڪستان کان بنگلاديش جي ڌار ٿيڻ جا ڪيترائي سبب هئا، جن ۾ ڀهريون وڏو سبب هڪ هزار ميلن جو فاصلو هو جنهنڪري ان علائقي جي سرحدن جي صحيح طرح سنڀال نه پئي ٿي سگهي. ٻيو سبب سياسي ادارن ۾ اڻبرابريءَ جو هو. اولهه پاڪستان ۾ 80 سيڪڙو جاگيردار ۽ وڏا زميندار چونڊجي ٿي آيا، جڏهن ته اوڀر پاڪستان ۾ 80 سيڪڙو وچولي طبقي جا نمائندا اسيمبلين ۾ چونڊبا هئا. ان ڪري ڪنهن به معاملي تي منجهن هم آهنگي پيدا نه ٿي سگهي، جنهن جو سڀ کان وڏو سبب ڀارتي مداخلت هو. جنهن پاڪستان خلاف اوڀر پاڪستان ۾ ماحول پيدا ڪرڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو هو (وڌيڪ ڏسو: **بنگلاديش، جلد ڀهريون**).

بهرحال هن وقت پاڪستان چئن صوبن: سنڌ، پنجاب، بلوچستان ۽ خيبر پختونخواه (اڳوڻي سرحد) تي مشتمل آهي. آزاد ڪشمير پاڪستان جي ڀاڙيسري رياست آهي، جيڪا گذريل 63 سالن کان راءِ شماريءَ جي منتظر آهي. جڏهن ته 2009ع ۾ اترين علائقي گلگت کي صوبي جهڙي حيثيت ڏني، ’گلگت- بلتستان‘ جو نالو ڏئي، قمر الزمان ڪائرا کي اتان جو ڀهريون گورنر مقرر ڪري اتي چونڊون ڪرايون ويون ۽ ، جنهن ۾ پاڪستان پيپلزپارٽي وڏي اڪثريت سان کٽي آئي ۽ ان پارٽي جي ئي چونڊيل اميدوار سيد مهدي شاهه کي گلگت- بلتستان جو ڀهريون وزيراعليٰ مقرر ڪيو ويو ۽ گورنر ڊاڪٽر شمع خالد جي وفات کان پوءِ فيبروري 2011ع ۾ پير ڪرم علي شاهه کي گلگت- بلتستان جو نئون گورنر مقرر ڪيو ويو آهي.

ارضياتي طور پاڪستان کي هيٺين ٽن خطن ۾ ورهائي سگهجي ٿو:

**جابلو علائقو:** پاڪستان جي اتر ۽ اولهه ۾ جابلو علائقو آهي. هن ۾ اتر وارا جبل، هماليه جون شاخون آهن، جن جون قطارون ديوارن وانگر هڪبئي پٺيان بيٺل آهن. انهن ۾ چترال ۽ مريءَ جا پهاڙ، ڪاغان وادي ۽ قبائلي علائقن جا پهاڙ شامل آهن. انهن جبلن مان هماليه جبل جي سراسري اوچائي 20 هزار فوٽ آهن، جنهنڪري اُن جون چوٽيون سدائين برف سان ڍڪيل رهنديون آهن. گلگت جي ويجهو نانگاپربت جي چوٽي 26 هزار فوٽ اوچي آهي، ۽ قراقرم جابلو قطار ۾ K-2 جي پهاڙي 28250 فوٽ اوچي آهي، جتي وسيع برف موجود رهندي آهي. اتر- اولهه واريءَ سرحد تي هندوڪش جبل پکڙيل آهي، جنهن جي چوٽي (تيرچ مير) 25353 فوٽ آهي. پهاڙي لڪن جهڙوڪ: بابُوسر، دره خنجراب ۽ لواري وغيره به گهڻو ڪري برف سان ڍڪيل هوندا آهن. گرمين ۾ برف ڳرڻ کان پوءِ ئي آمدرفت ٿيندي آهي.

**ميداني علائقو:** پاڪستان جو تقريباً اوڀر وارو حصو ميداني آهي. ان کي سنڌو ماٿري چوندا آهن، ڇو ته سنڌو درياهه ۽ ان جون ڀرتي ڪنڌڙ شاخون: ڪابل، جهلم، ستلج، راوي، بياس ۽ چناب آهن. سنڌو درياهه وارو علائقو وسيع ميدان آهي، جيڪو ڪشمير کان وٺي عربي سمنڊ تائين پکڙيل آهي، اُن جا ٻه حصا آهن: **(الف) سنڌوءَ جو مٿيون حصو:** هن حصي ۾ پنجاب ۽ بهاولپور جا علائقا شامل آهن. هتي جي زمين زرخيز آهي، ڇو ته هتي نهرن جو جار وڇايل آهي. بهاولپور واري خطي ۾، اوڀر طرف جيڪو حصو خشڪ آهي، ان کي ”چولستان“ چوندا آهن.

**(ب) سنڌوءَ جو هيٺاهون ميدان:** هن حصي ۾ سنڌو درياهه جو پيٽ وڌيڪ ويڪرو آهي. اُن کان سواءِ برسات جي اڻاٺ سبب ڪجهه زمين ريگستان بنجي وئي، انهيءَ کي آباد ڪرڻ لاءِ گڊو، سکر ۽ ڪوٽڙيءَ وٽان بئراج ٺاهي، ڪيترين ئي شاخون ڪڍيون ويون آهن.

**مٿانهون پٽ:** هن علائقي جا ٻه حصا آهن: (الف) پوٺوهار، جهلم درياهه جي ڪناري سان، ٻه هزار فوٽ اوچو جابلو لوڻ (سينڌي لوڻ) جو پهاڙي سلسلو


ڪي- ٽو جبل جو ڏيک

الهندي طرف هليو وڃي ٿو، جنهن ۾ هر هنڌ لوڻ جون ڇپون ملن ٿيون. اهو سڄو علائقو باراني آهي. ان ۾ گاسليٽ، ڪوئلو ۽ ٻي معدنيات جا ذخيرا موجود آهن. ڪوهستان لوڻ، جهلم نديءَ جي الهندي ڪناري سان لڳولڳ ڏکڻ اولهه طرف سنڌو درياهه تائين پکڙيل آهي. ان سلسلي جي اوچائي لڳ ڀڳ ست سؤ ميٽر

ٿيندي. ڪوهستان لوڻ ۽ اتر اولهه وارن جبلن وچ ۾ پوٺوهار جو مٿانهون پٽ آهي. ان ۾ اٽڪ، راولپنڊي (خاص ڪري ڪوهه مري ۽ ڪهوٽا جا علائقا) ۽ جهلم ضلعو شامل آهن.

(ب) سليمان جبل ۽ ڪيرٿر جبل جي الهندي ۾ بلوچستان نهايت مٿانهون علائقو آهي، جنهن جي اوچائي 600 کان 900 ميٽر ٿيندي. هتي جي هوا نهايت خشڪ آهي ۽ برسات نه پوڻ ڪري سبب صوبي جي گهڻي ايراضي غيرآباد آهي. وچ ۾ لوڻ واري پاڻيءَ جي ڍنڍ آهي، اترئين حصي ۾ ڪروميم جا ذخيرا ملن ٿا.

**آبهوا:** پاڪستان پُوري پُني ڪمربند ۾ اچي ٿو پاڪستان جو گهڻو حصو سمنڊ کان پري آهي ۽ اتر ۾ اوچا جبل اٿس. اهوئي سبب آهي، جو هتان جي آبهوا مجموعي طور خشڪ ۽ گرم آهي. گرميءَ جي موسم ۾ پاڪستان جو گرمي پد سڀ کان وڌيڪ سبي، جيڪب آباد، لاڙڪاڻي ۽ نوابشاهه ۾ آهي. تازو جون 2010ع ۾ موهن جي دڙي واري علائقي ۾ گرمي پد 54 ڊگري سينٽي گريڊ تائين وڃي پهتو هو جيڪو پاڪستان جي تاريخ جو سڀ کان وڌيڪ گرمي پد رڪارڊ ٿيو. ان کان اڳ سبي، جيڪب آباد، سکر ۽ نوابشاهه ۾ وڌ کان وڌ 51 ڊگري سينٽي گريڊ تائين گرمي پد مختلف وقتن تي رڪارڊ ٿيو جڏهن ته سياري ۾ پاڪستان ۾ سخت سيءُ ٿئي ٿو.



ديئدار: پاڪستان جو قومي وڻ

پاڪستان ۾ برسات تمام گهٽ پوندي آهي. بلوچستان ۽ سنڌ ۾ سراسري 5 انچ برسات پوندي آهي. پاڪستان ۾ وڻڪار جي ايراضي هڪ ڪروڙ ايڪڙن کان وڌيڪ آهي، جيڪو ملڪ جي جملي ايراضيءَ جو ساڍا 4 سيڪڙو آهي. پاڪستان جو گهڻو علائقو ويران ۽ خشڪ آهي. هتي فقط 2 سيڪڙو ٻيلا ۽ جهنگ آهن. گهڻي وڻڪار اترئين ۽ اولاهين پهاڙي علائقي ۾ آهي. اڪثر درياهي ڪنارن تي ٻيلا آهن. ميداني علائقن ۾ ٽالهي، توت، ٻير ۽ لئيءَ جا وڻ ٿيندا آهن. سنڌ ۽ پنجاب ۾ انب، ڪيلا، زيتون، سنگترا ۽ مالٽا وغيره ٿيندا آهن. بلوچستان ۽ صوبي سرحد ۾ بادام، صوفن، زردالن ۽ انگورن وغيره جا باغ گهڻا آهن. جابلو ايراضيءَ ۾ جدا جدا اوچائيءَ تي ڪيترن ئي قسمن جا وڻ ٿيندا آهن. مثال طور: ٽن هزارن فوٽن جي اندر چنار وغيره جا وڻ ٿيندا آهن. ٽن هزارن فوٽن کان مٿي چيل ۽ ديال جا وڻ آهن. ستن هزارن فوٽن تي صنوبر جا وڻ ۽ ڏهن هزارن فوٽن تي فقط "برچ" جا وڻ ٿيندا آهن. انهن جهنگن ۾ ٻي انداز ٻوٽيون ۽ گل ٿيندا آهن. انهيءَ سلسلي ۾ 'سوات' جا پهاڙ قابل ذڪر آهن.

**جاندار:** پاڪستان ۾ قسمين قسمين جانور/ جاندار ملن ٿا، جن ۾ شينهن، برفاني چيتا (هماليه ۽ چترال ۾)، جهنگراڙ ٻلا (ريگستاني علائقن ۾)، مُشڪ ٻليون، نوريئڙا، چراخ، ڳورپٽ، بگهڙ، لومڙ، گدڙ، ڪتا، رڇ، پولڙا، لڏڙا، گڏهه، ٻڪريون، رڍون، مارخور (بلوچستان، چترال ۽ سوات ۾)، سرهه ۽ گڊ (سنڌ جي جابلو علائقي ۾)، هرڻ (ڪارو هرڻ سنڌ جي ريگستاني علائقي ۾)، روجهه (نيل گانءِ)، ڦاڙها، مشڪ هرڻ، سانير، سُوئر، ڍڳيون/ ڳانيون، مينهون، گهوڙا، اُٺ ۽ ٻُلهڻ (سنڌو درياهه ۾) شامل آهن.



چڪور: پاڪستان جو قومي پکي

**پکي:** پاڪستان جي مختلف علائقن ۾ ڪيترن قسمن جا پکي عام جام ٿين ٿا، جن ۾: تتر، تلور، ٻٽير، چڪور، ٻگهه، بدڪ، مرغابيون، مينا، مَور، ڪوئل، هُدهُد (ڪاٺ ڪُٽو)، طوطا، ڪبوتر، ڳيرا، ڪانوَ، جهرڪيون، ڪڪڙ، ڊيلون، نيرڳيون، آڙيون، ابابيل، سرٽيون، ڳجهون، باز، عقاب ۽ شڪرا وغيره اچي وڃن ٿا.

**ريڙهيون پائيندڙ جانور:** پاڪستان ۾ ريڙهيون پائيندڙ جانورن ۾ واڳون، مانگرمڇ، ڪڇون، ڪرڙيون، ساندا، گلوئيون، مڇيون (ڪرڙا، پلا، موراڪيون ۽ پاپليٽ وغيره اچي وڃن ٿا)، سامونڊي پيداوار ۾ مرڇان ۽ جهينگا قابل ذڪر آهن. ان کان سواءِ ٻيا به هزارين جيت ۽ سُرٿا هن سرزمين جي پيداوار آهن.

**زراعت:** پاڪستان بنيادي طور هڪ زرعي ملڪ آهي. هتان جي مکيه پيداوار ۾: ڪڻڪ، ڪپهه، چانور، ڪمند، سڻي، تيلي ٻج، ڀاڄيون ۽ ميوا شامل آهن. زراعت ڪي ترقي ڏيارڻ لاءِ حڪومت زرعي سڌارا نافذ ڪيا آهن. زرعي سڌارن جو مقصد زراعت کي وڏن جاگيردارن ۽ زميندارن جي هڪ هٽي کان بچائڻ، هاري ۽ زميندار جي ناتن کي سڌارڻ، ايراضيءَ جي ونڊ ورڇ جي ڪم کي سولو بنائڻ ۽ زراعت ۽ مشينريءَ جي استعمال کي ممڪن بنائڻ هوندو آهي. ان ريت هٿرادو ڀاڻ، سٺا ٻج ۽ زرعي قرض سولائي سان ڪتب آڻي سگهجن ٿا.

1958ع کان اڳ زرعي سڌارا جدا جدا صوبن ۾ محدود پيماني تي نافذ ڪيا ويا هئا. انهن کي نافذ ڪري واسطيدار صوبن جي مرضيءَ تي ڇڏيو ويو هو جنهنڪري جنوري 1959ع ۾ مختلف صوبن ۾ اٿپورا سڌارا نافذ ڪيا ويا. انهن پٽاندڙ ڪو به ماڻهو پنج سؤ ايڪڙ نهري يا هڪ هزار ايڪڙ باراني ايراضي کان وڌيڪ زمين رکي نه پئي سگهيو پاڪستان ٺهڻ کان اڳ اولهه پنجاب جي علائقن ۾ في ايڪڙ پيداواري يونٽن جو اندازو مقرر ڪيو ويو هو سٺي زمين جي هڪ ايڪڙ ۾ 72 پيداواري يونٽ مهيا ويندا هئا. ان ريت ڪو به ماڻهو 36000 پيداواري يونٽن کان وڌيڪ زمين پاڻ وٽ رکي نٿي سگهيو. البت ان ايراضي کانسواءِ هڪ زميندار وٽ 150 ايڪڙ باغن لاءِ ۽ 183 ايڪڙ ايراضيءَ تائين ورهائي سگهيو ٿي. ان ايراضيءَ کانسواءِ باقي سڄي ايراضي حڪومت وٺي، هارين ۽ حقدار آبادگارن ۾ ورهائي ڇڏي.

1972ع ۽ 1977ع جي دوران ذوالفقار علي ڀٽي جي حڪومت ۾ زرعي آندا ويا. انهن سڌارن تحت هارين ۽ ڪي زرعي مقصدن جي لاءِ بهتر سهولتون ۽ آسان شرطن تي قرض ڏيڻ شامل هئا. انهن سڌارن موجب زمين جي حد ملڪيت ۾ ڪمي ڪري هڪ فرد جي حد ملڪيت 500 نهري ايڪڙن مان گهٽائي 100 ايڪڙ ڪئي وئي. اهڙيءَ طرح غير نهري ايراضيءَ جي في سيڪڙو حد ملڪيت 300 ايڪڙ ڪئي وئي. انهن سڌارن تحت هارين کي زرعي مقصدن لاءِ گهٽيون سهولتون ۽ آسان شرطن تي قرض ڏيڻ شامل هئا.

**پاڪستان جا زرعي تحقيقاتي ادارا:** حڪومت زرعي تحقيق لاءِ ادارا قائم ڪيا آهن، جتي في ايڪڙ پيداوار وڌائڻ لاءِ تجربا ڪيا وڃن ٿا ۽ ٻج کي ترقي ڏياري پيداوار ۾ واڌارو ممڪن بنايو پيو وڃي. ملڪ جون ٽئي زرعي يونيورسٽيون، جيڪي فيصل آباد، ٽنڊي ڄام ۽ پشاور ۾ واقع آهن ۽ زرعي تحقيق جا ٻيا ادارا جيڪي رسالپور، راولپنڊي، ڪالا شاهه ڪاڪو، ڏوڪري ۽ سڪرنڊ (وڌيڪ ڏسو: زرعي تحقيقي مرڪز، سڪرنڊ) ۾ آهن، اهي تمام ڪارائتو ڪم ڪري رهيا آهن. انهن ڪانسواءِ سرگودا، رحيم يار خان ۽ سڪرنڊ ۾ زرعي سکيا جا ادارا به قائم ڪيا ويا آهن. ڪن چونڊ اسڪولن ۾ زرعي ٽيڪنيڪي تعليم کي لازمي ڪيو ويو آهي.



پاڪستان جا مکيه فصل

زرعي ترقياتي ڪارپوريشن ٻجن جي بهتر قسمن کي مقبول بنائڻ ۽ هترادو ڀاڻ کي ڪتب آڻڻ جون سهولتون مهيا ڪرڻ ۾ ڏاڍو ساراهه جوڳو ڪم ڪيو آهي. سنو ٻج ۽ ڀاڻ حڪومت رعايتي گهه تي ڏئي ٿي ۽ انهن ڪوششن جي ڪري زرعي پيداوار ۾ نمايان واڌارو آيو آهي ۽ پاڪستان غذائي لحاظ کان پاڻ پرو ٿيڻ کي ويجهو اچي رهيو آهي.

سٺي ٻج ۽ هترادو ڀاڻ کان به وڌيڪ اهم ڪم فصلن کي بيمارين ۽ موذي جيتن کان بچائڻ آهي. وفاقي ۽ صوبائي حڪومتن ان مقصد لاءِ هوائي توڙي زميني جيت مار دوائون ڇڻڪاري، سٺي فصل لاءِ جوڳيون ڪوششون ڪيون آهن، جڏهن ته زرعي دوائون جيڪي فصلن کي نقصانڪار جيتن کان محفوظ رکن ٿيون ۽ ڀاڻ جي پيداوار جون صنعتون به هن وقت عروج تي آهن. انهن جي معيار ۽ ڪارڪردگيءَ تي نظر رکڻ به حڪومت جي فرضن ۾ شامل آهي.

**قدرتي وسيلا:** سڄو پاڪستان هر قسم جي ڪاٿين سان مالامال آهي، جهڙوڪ: ڪوئلو سينڌو لوڻ، تيل ۽ گئس، ڪرومائيٽ، جپسم، گندرف، لوهه، سنگمرمر، سُرمو ۽ جست وغيره.

**توانائيءَ جو استعمال:** ڪوئلي ۽ معدني تيل جي کوٽ جي صورت ۾ زراعت ۽ صنعت کي ترقي ڏيارڻ لاءِ بجليءَ جي سخت ضرورت پوندي آهي. پاڪستان ۾ ڪيترا اهڙا هنڌ آهن، جتي درياهن ۽ نهرن مان آبشارن ذريعي بجلي پيدا ڪري سگهجي ٿي. بجلي پيدا ڪرڻ لاءِ مالاڪنڊ- درگئي منصوبو پن بجلي رسول منصوبو وارسڪ بند منصوبو ۽ منگلا بند کان سواءِ پنجاب ۾ ڪيترن هنڌن تي آبشار ناهي بجلي پيدا ڪئي وئي آهي.

**ڪوئلو:** توانائيءَ جي پيداوار ۾ ڪوئلو به اهم ڪردار ادا ڪري ٿو پاڪستان ۾ سڀ کان وڌيڪ ڪوئلي جا ذخيرا سنڌ جي ٿرپارڪر ضلعي ۾ لڌا ويا آهن. جڏهن ته پنجاب جي مڪڙوال، بلوچستان جي خوست، مچ ۽ هرنائي واري علائقن ۽ سنڌ ۾ ٿر کان علاوه جهمپير ۽ لاکڙا ۾ به ڪوئلو ملي ٿو.

پنجاب 0.257 (ارب ٽن)، بلوچستان 0.196 (ارب ٽن)، خيبر پختونخوا 0.082 (ارب ٽن)، سنڌ 184.123 (ارب ٽن).

سنڌ ۾ لاکڙا، ضلعي دادو ۾ 1.328 (ارب ٽن)، جهرڪ، جهمپير ۽ ميٽنگ، ضلعي ٺٽي ۾ 7.112 (ارب ٽن)، ضلعي بدين ۾ 0.16 (ارب ٽن) ۽ ٿرپارڪر ۾ سڀ کان وڌيڪ 175.505 (ارب ٽن) ڪوئلي جا ذخيرا موجود آهن.

**ٿر جو ڪوئلو:** 1988ع ۾ برٽش اوورسيز ڊيولپمينٽ ايجنسيءَ (ODA) اسلام ڪوٽ کان اٽڪل 15 ڪلوميٽر اوڀرندي طرف ڳوٺ ٿهاريي هاليپوٽا ۾ ڪوئلي جي ڳولا ۾ ڪامياب ٿي. 1989ع ۾ هڪ تنظيم 'GSP/ UGS' ڇاڇري جي پرسان سازدا طرفان ڪوٽايل پاٽيءَ جي کوهه جو ارضي ۽ طبعي جائزو ورتو ۽ ٻڌايو ته ٿر واري رڻ پٽ ۾ ڪوئلي جو وسيع ذخيرو موجود آهي. فيبروري 1992ع ۾ ٿر ۾ ڪوئلي جي موجودگيءَ لاءِ ڊرلنگ وسيلي چار سوراخ ڪيا ويا. هن وقت تائين ٿر ۾ 9100 چورس ڪلوميٽرن ڪان مٿي ايراضيءَ ۾ 224 ڊرل سوراخ ڪيا ويا آهن ۽ مجموعي طور ٿر مان 175 ارب ٽن ڪوئلي ملڻ جو اندازو لڳايو ويو آهي. جنهن سان دنيا ۾ ڪوئلي جي پيداوار وارن ملڪن ۾ پاڪستان ستون نمبر وڏو ملڪ شمار ٿيندو. ٿر ۾ ڪوئلي جي ايراضيءَ جو وچور هن ريت آهي:

- ٿر جي ڪوئلي وارو علائقو سنڌ جي اوڀرندي طرف ٿر واري رڻ پٽ ۾ آهي ۽ اهو علائقو ويڪرائي ڦاڪ '30°24 اُتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ '3°70 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي آهي.
- ٿر جي ڪوئلي واري ايراضيءَ جي پکيڙ اٽڪل 9100 چورس ڪلوميٽرن تي پکڙيل آهي. (اها ايراضي ٿر جي ڪل ايراضي 22000 چورس ڪلوميٽرن مان آهي) ۽ اها (اتر- ڏکڻ) طرف 140 ڪلوميٽر ۽ (اوڀرندي- اولهندي) طرف 65 ڪلوميٽرن تي مشتمل آهي.
- ٿرجي ڪوئلي وارو علائقو ٿرپارڪر ضلعي جي مٺي، ڇاڇري ۽ ننگرپارڪر تعلقن ۾ آهي.
- ٿرجي ڪوئلي جي ذخيرن جو تخمينو 175 ارب ٽن آهي.
- ڪوئلي جي هن ذخيري جي حساب سان ڪوئلي جي پيداوارن وارن وڏن 12 ملڪن جي فهرست ۾ پاڪستان ستون نمبر بيهي ٿو.
- ٿر جي ڪوئلي جو معيار لگنئيٽ A کان B آهي، جيڪو بجلي پيدا ڪرڻ لاءِ مناسب آهي. (وڌيڪ ڏسو: ٿر جلد ٻيو)

**عوام، آبادي ۽ ٻوليون:** تاريخ جي دور کان اڳ ئي پاڪستان ۽ هندستان ۾ اترالهندي حصي جون سرحدون پار ڪري، مختلف قومن ۽ نسلن جا ماڻهو هتي اچي آباد ٿيندا رهيا آهن. اهي لڏي آيل گهڻو ڪري وچ ايشيا ۽ مغربي ايشيا کان آيا هئا. هتي اصلوڪا رهاڪو، سنڌو واديءَ جا معمار آهن. دراوڙ ۽ ٻيا انهن جي نسل مان آهن. هتي ٻاهرين ماڻهن جي آمد جو سلسلو به جاري رهيو آهي، جنهنڪري هڪٻئي جي پٺيان آريا، يوناني، ايراني، عرب، ترڪ، منگول، ارغون، ترخان، پٺاڻ ۽ ٻين قومن جا ماڻهو آيا ۽ ڪيترا هتي



آباد ٿيا ۽ ڪي ڦري لٽي واپس هليا ويا. آهستي آهستي سڱابندين جي ڪري سنڌن نسل گاڏڙ ٿي ويو. بهرحال اڄ به پاڪستان جي رهواسين جو وڏو تعداد انهيءَ نسل سان تعلق رکي ٿو جنهن کي هند آريائي نسل چيو وڃي ٿو اهڙيءَ طرح پاڪستان جي قلات واري علائقي ۾ دراوڙي نسل (بروهي) جا ماڻهو اڄ به موجود آهن. بلوچن ۽ پٺاڻن ۾ گهڻو ڪري ترڪن ۽ ايرانين، يعني آرين جي ٻن شاخن جو ميلاپ چيو وڃ ٿو. جن جي ابن ڏاڏن بابت هڪ خيال آهي ته اهي عربستان کان آيا هئا ۽ نسل جي لحاظ کان سامي نسل جا آهن. پاڪستان، مسلم اڪثريت وارو علائقو آهي، هتي ٻين مذهبن وارا ماڻهو به رهن ٿا، جن مان هندو ڌرم جي اڪثريت ۾ آهي. هندن جي آبادي هڪ ڪروڙ جي لڳ ڀڳ آهي. پاڪستان ۾ عيسائي به ڪافي تعداد ۾ رهن ٿا. پارسي مذهب جا ماڻهو به آباد آهن، ليڪن سنڌن تعداد ٿورو آهي. مذهبي لحاظ کان پاڪستان ۾ رهندڙن جي آدمشماري هيٺينءَ طرح آهي:

مسلمان 89 سيڪڙو، هندو 10 سيڪڙو، عيسائي، ٻڌ، پارسي ۽ ٻيا مذهب هڪ سيڪڙو.

پاڪستان ۾ ڪيترين ئي ٻوليون ڳالهائجن ٿيون. پاڪستان جي اصلوڪن رهاڪن جون مکيه ٻوليون سنڌي، پنجابي، سرائڪي (ڏتي، شاهه پوري، پوٺوهاري، هندڪو)، پشتو، بلوچي ۽ براهوي آهي. ان کان سواءِ ٻاهرت مان لڏي آيل ماڻهن جي ٻولي اردوءَ سان گڏ گجراتي، ڪڇي، ميواتي، مارواڙي، رانگڙي، ميمڻي ٻوليون به هتي ڳالهايون وڃن ٿيون، ليڪن اردو رابطي جي زبان ۽ قومي ٻولي بنائي وئي آهي. اردوءَ کي انگريزيءَ جي جاءِ وٺڻ ۾ ڪا خاص ڪاميابي نه ٿي آهي ۽ اڃا تائين انگريزي، سرڪاري لکپڙهه جي ٻولي آهي. پاڪستان ۾ رهندڙ صوبن جا رهاڪو پنهنجي ٻولين کي "قومي ٻوليون" سڏين ٿا. پاڪستان ۾ جدا جدا ٻولين ڳالهائيندڙن جو تعداد هيٺينءَ طرح آهي:

پنجابي 44.17 سيڪڙو، سنڌي 14.12 سيڪڙو، پشتو 15.44 سيڪڙو، سرائڪي 10.42 سيڪڙو، اردو 7.59 سيڪڙو، بلوچي 3.59 سيڪڙو، براهوي 96 .0 سيڪڙو، فارسي 80 . 0 سيڪڙو ۽ ٻيون ٻوليون 2.91 سيڪڙو، جيڪي ڪشمير، گلگت ۽ لداخ وغيره ۾ ڳالهايون وڃن ٿيون، جهڙوڪ: ڪشميري، هندڪو بلتي، ڪوار، شينا، شورسيني، پشاچي، توروالي وغيره.

**ٻيلا ۽ جهنگل:** پاڪستان ۾ ٻيلن جي ايراضي هڪ ڪروڙ ايڪڙن کان به گهٽ آهي. اهو اندازو مجموعي ايراضيءَ جو ساڍا چار سيڪڙو آهي. ان مان اڌ وڻن جو ڪاٺ اڏاوتن ۽ ٻارڻ جي ڪم اچي ٿو باقي حصو بيڪار ٻوٽن ۽ ولين تي مشتمل آهي. اهوئي سبب آهي، جو ٻيلن جي پيداوار اڻ پوري آهي، انهيءَ ڪري ملڪ لاءِ عمارتي ڪاٺ ٻين ملڪن مان گهرائڻو پوندو آهي. حڪومت جي اها ئي ڪوشش آهي ته جديد طريقن سان موجوده ٻيلن کي ترقي ڏني وڃي.

**صنعت ۽ حرفت:** گڏيل پاڪستان سٽيءَ جو گهر هوندي، پاڪستان ۾ سٽيءَ جو هڪ به ڪارخانو موجود نه هو جيڪي هئا سي به ننڍا ۽ معمولي درجي جا هئا. ورهاڱي کان اڳ ڪنبهه ناهڻ جا ننڍا ننڍا ڪارخانا هئا. فقط اٽي پيهڻ جون چڪيون، هڪ ٻه بسڪوٽ ناهڻ جا ڪارخانا، هڪ اڌ شراب ناهڻ ۽ بناسپتي گيهه جا ڪارخانا هئا. ورهاڱي کان پوءِ صنعتن ۾ واڌارو آيو. ملڪي ضرورت واريون شيون ٻاهران گهرائڻ بدران پاڪستان ۾ ئي ٺهڻ شروع ٿيون. ان مقصد سان ترقياتي بورڊ، پاڪستان صنعتي مالياتي ڪارپوريشن (جنهن اڳتي هلي صنعتي ترقياتي بئنڪ (I.D.B.P) جو روپ ورتو، صنعتي سرمايه ڪاري ڪارپوريشن، ٽيرف ڪميشن، ڇهن سالن واري رٿا، صنعتي ترقياتي ڪارپوريشن، گهريلو هنرن جي صنعت، پهرين پنج ساله رٿا (1955ع کان 1960ع) ٻي پنج ساله رٿا (1965ع تائين)، ٽين پنج ساله رٿا (1970ع تائين)، چوٿين پنج ساله رٿا (1975ع تائين) ۽ انهن کان علاوه وقت بوقت پاڪستان ۾ سائنسي تحقيقاتي ڪائونسل ۽ انهيءَ قسم جا ٻيا ادارا پڻ قائم ٿيندا رهيا. هن وقت پاڪستان ۾ ڪيترين ئي صنعتون قائم آهن. جن ۾ لوهه، ڪنڊ، گيهه جا ڪارخانا ۽ سمال انڊسٽريز ۾ پڻ واڌارو آيو آهي. جڏهن ته اڃا به وڌيڪ پرڏيهي سيڙپ ۽ صنعتي موقعن جي ضرورت گهٽجي آهي. ملڪ ۾ هن وقت فولاد جا ڪارخانا (ڏسو: **پاڪستان اسٽيل ملز**)، ڪپڙي جون صنعتون، ڪاچرو تيل، ڪيميڪل انڊسٽري، سيمينٽ، شگر ملز، چمڙي ۽ ڪپهه جا ڪارخانا وڏي تعداد ۾ موجود آهن، پر پوءِ به عالمي سطح تي سيڙپڪاريءَ جي ضرورت پيش اچي ٿي.

**ٻارڻ ۽ معدنيات:** پاڪستان جي قيام وقت ڪوئلو، ڪچولوهه ۽ ٻي معدنيات ڀارت جي حصي ۾ آيون. پاڪستان ۾ معدني ڪاڻيون نه هئڻ جي برابر هيون ۽ انهن جي پيداوار ملڪي ضرورت ۾ ناڪافي هئي. انهيءَ ڪري ٻاهران گهرائڻ ۾ گهڻو سرمايو ضايع ٿيندو هو. گذريل 30/25 سالن ۾ معدنيات جي ڳولا ۾ جيڪي قدم کنيا ويا، ان جو خاطر خواهه نتيجو نڪري رهيو آهي. 1947ع ۾ پاڪستان ۾ ڪاڻين جي ڳولا جا فقط 5 ماهر هئا، پر هن وقت انهن ماهرن جو تعداد هزارن تائين پهچي ويو آهي.

**تيل:** 1967ع ۾ پاڪستان ۾ تيل جي پيداوار ساڍا چار لک ٽن هئي، جنهن مان ملڪ جي 12 سيڪڙو ضرورت پوري ٿيندي هئي. هن خطي ۾ تيل جو پهريون کوهه 1886ع ۾ ڪُنڊل (پنجاب) ۾ کوٽيو ويو هو ۽ 1915ع ۾ پوٺوهار ۾ تيل جو ذخيرو معلوم ٿيو ورهاڱي کان ٿورو اڳ خيرپور ضلعي مان تيل نڪتو. قيام پاڪستان بعد تيل جي ڳولا جاري رهي. 1949ع ۾ چڪوال ۾ تيل ملڻ ۾ ڪاميابي ٿي، 1950ع ۾ برما آئل ڪمپنيءَ جي شراڪت سان پاڪستان پيٽروليم لميٽيڊ جو قيام عمل ۾ آيو. هن ڪمپنيءَ 1952ع ۾ سُئي جي ڳوٺ (بلوچستان) وٽ گئس ڳولي لڌي. هن وقت ڪيترن ئي ملڪن جون ڪمپنيون تيل جي ڳولا ۾ مصروف آهن. سنڌ

پاڪستان

جي بدين، دادو، حيدرآباد ۽ سانگهڙ وارن علائقن ۾ تيل جا وڏا ذخيرا دريافت ٿيا آهن. اٽڪ آئل ڪمپني، راولپنڊيءَ جو تيل صاف ڪرڻ جو ڪارخانو ڪم ڪري رهيو آهي. گذريل 50 سالن ۾ ٻيو ڪارخانو 1962ع ۾ ڪراچيءَ ۾ قائم ٿيو. ٽيون ڪارخانو 1966ع ۾ قائم ٿيو. ٽنهي ڪارخانن جي پيداوار 41 لک ٽن ساليانو آهي. هن وقت ملڪ جي ڪيترن ئي هنڌن تي تيل دريافت ٿيو آهي، جتي پلانٽ لڳائي تيل جي صفائي ڪري توانائي طور ڪتب آڻجي ٿو سنڌ ۾ خيرپور ڪانسواءِ دادوءَ جي جوهي تعلقي (پِٽ جبل)، بدين ضلعي جي گولاڙچي، ٽنڊي محمد خان لڳ ڏارو ۽ ضلعي گهوٽڪيءَ جي عادلپور واري علائقن ۾ به تيل جا کوهه دريافت ٿيا آهن (**وڌيڪ ڏسو: پيٽروليم**).

**قدرتي گئس:** مغربي پاڪستان ۾ گئس جا 7 ذخيرا دريافت ٿيا آهن، جن مان هن وقت تقريباً 82 ارب مڪعب فوٽ گئس ساليانو نڪري ٿي. ان جو 47 سيڪڙو ڪيميائي ياڻ جي تياريءَ ۾ ڪچي مال طور استعمال ٿيندو آهي ۽ 48 سيڪڙو گئس گهرو استعمال ۾ ايندي آهي. گئس جو وڏو ذخيرو بلوچستان جي 'سُئي' واري علائقي ۾ آهي، جتان پاڪستان جو اڪثر حصو گئس جي سهولت ماڻي رهيو آهي. سنڌ ۾ پِٽ جبل، قادرپور ۽ حيدرآباد مان به گئس لڌي وئي آهي.


سُئي جي علائقي ۾ موجود گئس پلانٽ

**خام لوهه/ ڪچو لوهه:** اندازو آهي ته پاڪستان ۾ 40 لک ٽن ڪان به وڌيڪ لوهه جا ذخيرا آهن. لوهه جو گهڻو ذخيرو مڪڙوال ۽ ڪالاباغ واري علائقي ۾ آهي. ان ڪان سواءِ هزارا ۽ چترال ۾ به ڪاڻيون موجود آهن. چاغي (بلوچستان) ۾ به اعليٰ قسم جو لوهه مليو آهي. معدنيات جي لحاظ ڪان بلوچستان شاهوڪار خطو آهي.

**لوڻ:** پاڪستان ۾ نهايت ئي اعليٰ قسم جو لوڻ ملي ٿو. سمنڊ جي پاڻيءَ مان به لوڻ ٺاهيو وڃي ٿو. پاڪستان ۾ جابلو لوڻ جون 6 ڪاڻيون آهن، جن مان کيوڙا (ضلعي جهلم) جي سيِ ڪان وڏي ڪاڻ مشهور آهي. معدني پيداوار جي انهن ڪاڻين ۽ ذخيرن ڪان سواءِ ٻيون به قيمتي ڪاڻيون آهن. مثال طور جپسم، ڪرومائيٽ، سنگمرمر، چُن جو پٿر، چيني مٽي ۽ شيشي ٺاهڻ لاءِ واري وغيره.

**پاڻي:** پاڪستان ۾ 19 ڪروڙ 90 لک ايڪڙ ايراضيءَ مان فقط 6 ڪروڙ 60 لک ايڪڙ زمين اهڙي آهي، جيڪا پاڻي جي سهوليت هجڻ تي آبادي ڪري سگهجي ٿي. هن وقت تائين فقط اڍائي ڪروڙ ايڪڙ ايراضي واهن ذريعي آباد ٿيندي آهي. پهرين ۽ ٻي پنج سالہ منصوبي ۾ ڪن رٿائن جي شروعات ٿي، مثلاً: سکر بئراج، ڪوٽڙي بئراج، وارسڪ ڊئم، جناح بئراج، چشمہ بئراج، گڊو بئراج، تونسہ بئراج ۽ راول ڊئم وغيره. ٽئين پنج سالہ منصوبي ۾ هيٺيان ڪم مڪمل ڪيا ويا. ڪوهاٽ جي ويجهو 116 فوٽ اوچو 2200 فوٽ ڊگهو بند تعمير ڪيو ويو، جيڪو ٽنڊا ڊئم جي نالي سان مشهور آهي. جنوبي وزيرستان ۾ گومل درياهہ تي بند ٻڌي ضلعي ديري اسماعيل خان جي هڪ لک 15 هزار ايڪڙ زمين آباد ڪئي وئي آهي ۽ 83 هزار ڪلوواٽ بجلي پيدا ڪرڻ جو ڪم هلندڙ آهي.

سنڌ طاس معاهدي (1960ع) هيٺ ٻہ وڏي ۾ وڏا بند تعمير ٿيا: انهن مان جهلم درياهہ تي منگلا ڊئم 1968ع ۾ تعمير ٿيو. هن ڊنڊ ۾ ساڍا 55 لک ايڪڙ فوٽ پاڻي ذخيرو ڪري سگهجي ٿو. هن ڊئم جو ٻيو مقصد بجلي پيدا ڪرڻ آهي. هن وقت منگلا پاور هائوس مان ٻہ لک ڪلوواٽ بجلي مهيا ٿئي ٿي. منگلا ڊيم سان گڏ ترمو سڌنائي، ميلسي، ميلسي پلوال ۽ بلوڪي- قادرآباد رابطي جون نهرون به مڪمل ٿيون.

سنڌ طاس معاهدي جو ٻيو وڏو منصوبو تربيلا ڊئم آهي. هن ڊئم ۾ سنڌو درياهہ جو هڪ ڪروڙ 11 لک ايڪڙ فوٽ پاڻي ذخيرو ڪيو ويندو آهي، جنهن ۾ ساڍا 3 لک ايڪڙ زمين آباد ڪرڻ جي گنجائش رکيل آهي. پاڪستان جو گهڻو حصو ٻارهوئي وهندڙ واهن تي آباد ٿيندو آهي. سنڌو درياهہ جو ميداني علائقو پاڻيءَ جي نيڪال جو مناسب بندوبست نہ هئڻ سبب سم ۽ ڪلر ۾ وڪوڙيل آهي. پنجاب جي 50 لک ايڪڙن کي سخت نقصان پهتو آهي. سم ۽ ڪلر ڪان نجات ڏيارڻ لاءِ واپڊا هڪ وسيع رٿا جوڙي پنجاب ۾ 1800 ٽيوب ويل لڳايا هئا. ٻئي پنج سالہ منصوبي تحت 1966ع ۾ وڌيڪ 1400 ٽيوب ويل هنيا ويا. پاڻيءَ جي نيڪال لاءِ ساڍا چار سؤ ميل سم ناليون کوٽيون ويون، جن ۾ سم جو پاڻي سمنڊ تائين پهچايو ويو. خيرپور اسڪيم هيٺ سم هيٺ آيل زمين ۾ ٽيوب ويل لڳائي زمين کي سم ڪان آجو ڪيو ويو. اهڙيءَ طرح لاڙڪاڻو ۽ شڪارپور اسڪيم هيٺ 126 ڊگهيون ناليون کوٽي، سم کي پاڻيءَ جي ڍنڍن ڍورن ۾ نيڪال ڪيو ويو. ماضيءَ ۾ نواز ليگ ۽ ٻين حڪومتن ڪالاباغ واري هنڌ "ڪالاباغ ڊئم" ٺاهڻ تي زور ڏنو. سنڌوءَ جي پاڻيءَ تي ٺهندڙ ڊئم تي سنڌ سميت خيبر پختونخوا واسين به خدشن جو اظهار ڪيو آهي. سنڌ جو موقف آهي تہ ڪالاباغ ڊئم ٺهڻ سان سنڌ کي پهچندڙ پاڻي ۾ گهڻي گهٽتائي اچي ويندي ۽ سنڌ جون زمينون غيرآباد ٿينديون ۽ معيشت کي ڪاپاري ڌَڪ رسندو، ڇاڪاڻ تہ سنڌ ۾ هن وقت به پاڻيءَ جي شديد کوٽ سبب پريشانيءَ واري صورتحال آهي. ڪيترو عرصو ان ڊئم جي خلاف احتجاج ڪيا ويا، تازو پيپلز پارٽي حڪومت اقتدار ۾ اچڻ سان ئي ان تڪراري ڊئم جي منصوبي کي هميشہ لاءِ ختم ڪرڻ جو اعلان ڪيو، جنهن جي تائيد سنڌ سميت خيبر پختونخوا ۽ بلوچستان اسيمبلي به ڪئي.

**بجلي:** بجليءَ جي پيداوار کي مناسب ۽ صحيح طريقي سان پهچائڻ لاءِ اُتر ۽ ڏکڻ جي حصن ۾ ورهايو ويو آهي. اترئين حصي ۾ پنجاب، صوبو سرحد ۽ بهاولپور شامل آهن. انهن سڀني کي هڪڙي "گرڊ" (Grid) ۾ ملايو ويو، جنهن ۾ وارسڪ، مالاڪنڊ، درگئي، ڪرم ڳڙهي، رسول، شادي وال، چيچوڪي مليان، گوجرانوالا ۽ رينالا جو هائيڊل بجلي گهر، لائلپور، ساهيوال ۽ ملتان جا اسٽيم بجلي گهر ۽ لائلپور جو ڊيزل بجلي گهر. ڏاکڻي اترين سنڌ، ڪوئيٽا ۽ قلات جي علائقن تي مشتمل آهي. پاڪستان جا اهم بجلي گهر هيٺيان آهن: (1) ملتان بجلي گهر، (2) موبائل گئس ٽربائن، شاهدره لاهور،

(3) ڪوئيٽا ٿرمل پاور اسٽيشن، (4) ڄامشورو ٿرمل پاور اسٽيشن، (5) سکر ٿرمل پاور پراجيڪٽ، (6) لائلپور اسٽيم پاور اسٽيشن، (7) گوجرانوالا هائيڊل اسٽيشن، (8) شادي وال هائيڊل اسٽيشن، (9) چيچوڪي مليان هائيڊل اسٽيشن، (10) وارسڪ پاور اسٽيشن، (11) ڄامشورو بجلي گهر، (12) لاکڙا پاور هائوس، (13) ڪوٽ ادو، (14) حب ۽ ٻيا ڪيترائي پاور هائوس ڪم ڪري رهيا آهن. (وڌيڪ ڏسو: 'بجلي گهر')

**آمدرفت جا ذريعا:** ملڪ ۾ آمدورفت جا 5 مکيہ ذريعا آهن: ريلوي، هاءِ وي، موٽروي، سمنڊ، درياهہ ۽ هوائي رستا.

**ريلوي: (ڏسو: پاڪستان ريلوي)**

**روڊ رستا:** مسافرن ۽ سامان، ٻنهي جي آمدورفت ۽ باربرداريءَ لاءِ ريلوي کان پوءِ وڏو ذريعو روڊ ۽ پڪا رستا آهن. جيڪي ريلوي کان وڌيڪ آرامده آهن. ڳوٺن کان مارڪيٽن تائين زرعي پيداوار، ڪارخانن تائين خام مال ۽ سيني شهرن ۽ ڳوٺن تائين پهچڻ ۾ روڊ رستا ئي بهتر ذريعو آهن. هر پنج سالا رٿا ۾ گهڻو ڪري اوليت روڊن ۽ رستن کي ڏني پئي وئي. 1967ع جي آخر ۾ پاڪستان ۾ رستن جي ڊيگهہ ٻہ هزار ميل ٿي وئي. پاڪستان جي قديم ترين سڙڪ "گرانڊ ٽرنڪ روڊ" جي نالي سان مشهور آهي، جيڪا سورهين صدي عيسويءَ ۾ شيرشاهہ سوريءَ ٺهرائي هئي. ورهاڱي وقت پاڪستان ۾ رستن جي ڪل ڊيگهہ 13781 ميل هئي. انهن ۾ گهڻا رستا پنجاب ۽ سرحد صوبن ۾ هئا. 1949ع ۾ هڪڙو سينٽرل روڊ فنڊ قائم ڪيو ويو، جنهن جو 85 سيڪڙو پُلين جي تعمير ۽ 15 سيڪڙو تحقيقي ڪمن تي صرف ڪيو ويو، جن ۾ سپرهاءِ وي، نئشنل هاءِ وي ۽ موٽروي وغيره جا منصوبا شامل آهن. هن وقت ملڪ ۾ روڊن جو جار وڇائڻ جو سلسلو جاري آهي، ان ڏس ۾ نيشنل هاءِ وي اٿارٽي مصروف عمل آهي.

**بندرگاهہ:** ملڪ جي ورهاڱي وقت پاڪستان جو اڪيلو بندر ڪراچي هو. ان جي لنگر گاهہ ۽ ورڪشاپ وغيره لاءِ 2474 ايڪڙ زمين مختصر ڪئي وئي هئي. سڄي بندر جو انتظام ڪراچي پورٽ ٽرسٽ وٽ آهي. هڪ اعليٰ بندرگاهہ ۾



گوادر بندرگاهہ جو هڪ ڏيک

جيڪي سهوليتون موجود هئڻ گهرجن، سي سڀ هتي موجود آهن. موجوده وقت ۾ پاڪستان جي سامونڊي ڪناري سان مڪاني طور مڇي مارڻ لاءِ ڪم ايندڙ مياڻيون ۽ ننڍڙا بندر بہ سڌاري وڏائي وڏن بندرگاهن ۾ تبديل ڪرڻ جي ڪوشش ٿي رهي آهي، تہ جيئن ڪراچي بندرگاهن تان جهازن جي آمدورفت تان بار گهٽجي. مثال طور گوادر، سون مياڻي، قاسم بندر ۽ ڪيٽي بندر وغيره.

**يونيورسٽيون:** پاڪستان ٺهڻ وقت ملڪ ۾ فقط هڪ 'پنجاب يونيورسٽي' ڪم ڪري رهي هئي، جيڪا 1882ع ۾ قائم ٿي هئي. هن جديد دؤر ۾ پاڪسان ۾ لڳ ڀڳ 132 يونيورسٽيون تعليمي ميدان ۾ خدمتون آڇين پيون. مُک يونيورسٽين ۾ هيٺيون يونيورسٽيون ملڪ ۾ هر سطح تي تحقيق جي ميدان ۾ ڪم ڪري رهيون آهن:

سنڌ يونيورسٽي (1947ع)، سنڌ زرعي يونيورسٽي، ٽنڊو ڄام، پشاور يونيورسٽي (1950ع)، ڪراچي يونيورسٽي (1951ع)، زرعي يونيورسٽي لائلپور (فيصل آباد) (1961ع)، يونيورسٽي آف انجنيئرنگ ائنڊ ٽيڪنالاجي، لاهور (1961ع)، قائداعظم يونيورسٽي اسلام آباد (1967ع)، بلوچستان يونيورسٽي (1970ع)، گومل يونيورسٽي ديره اسماعيل خان (1974ع)، علامہ اقبال اوپن يونيورسٽي اسلام آباد (1974ع)، بهاءالدين ذڪريا يونيورسٽي ملتان (1974ع، اسلاميہ يونيورسٽي بهاولپور (1975ع)، مهراڻ يونيورسٽي آف انجنيئرنگ ائنڊ ٽيڪنالاجي ڄام شورو (1977ع)، اين. اِي. ڊي يونيورسٽي ڪراچي (1977ع)، انٽرنئشنل اسلاميہ يونيورسٽي (1980ع)، يونيورسٽي آف آزاد جمون ڪشمير (1980ع)، آغا خان ميڊيڪل يونيورسٽي ڪراچي (1983ع)، شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور (1986ع)، همدرد ميڊيڪل يونيورسٽي ڪراچي (1991ع)، سرسيد احمد خان انجنيئرنگ يونيورسٽي ڪراچي (1995ع)، بقائي ميڊيڪل يونيورسٽي (1996ع)، اسرا يونيورسٽي حيدرآباد (1997ع)، لياقت ميڊيڪل يونيورسٽي (2001ع)، بينظير ڀٽو شهيد يونيورسٽي لاڙڪاڻو (2009ع).

**جوهري توانائيءَ جي ڪميشن:** جوهري توانائيءَ جي دريافت انساني تاريخ ۾ هڪ نئين باب جو اضافو ڪيو آهي. "پاڪستان انرجي ڪائونسل" جي نالي سان هڪ ادارو جوهري توانائيءَ جي پُر امن استعمال جي انهي مقصد سان قائم ٿيو هو. ٻئي سال هن اداري جو نالو "ائٽامڪ انرجي ڪميشن" ۾ بدلايو ويو.

هيءُ ادارو ٻن حصن ۾ ورهايل آهي: پهريون تحقيقاتي ۽ ترقياتي مرڪز، ۽ ٻيو جوهري توانائي حاصل ڪرڻ جو عملي مرڪز. پهرئين مرڪز جو ذيلي ادارو آهي "جوهري سائنس ۽ ٽيڪنالاجي" اسلام آباد. هتي ڊسمبر 1965ع ۾ پنج ميگاوات جو هڪ جوهري ري ائڪٽر لڳايو ويو ۽ ان ۾ جوهري طبعيات، جوهري ڳاڻيٽي، جوهري ڪيميا، طبي طبعيات ۽ برقيات تي ڪم ٿي رهيو آهي. ٻيو جوهري توانائيءَ جو مرڪز لاهور ۾ آهي، جيڪو 1961ع ۾ قائم ٿيو. ٽيون جوهري توانائيءَ جو زرعي تحقيقاتي مرڪز ٽنڊي ڄام ۾ 1965ع ۾ قائم ٿيو، چوٿون مرڪز ميڊيڪل ريڊيو آئسوٽوپ ٽنڊوڄام آهي.

هن وقت پاڪستاني سائنسدانن جي ڪامياب تجربن جي بدولت، پاڪستان هن وقت دنيا جي ائٽمي طاقت رکندڙ ملڪن ۾ شمار ٿئي ٿو. ان ڏس ۾ شهيد ذوالفقار علي ڀٽي پنهنجي حڪومت ۾ سائنسدانن جي همٿ افزائي ڪئي ۽ ملڪ کي ائٽمي طاقت بڻائڻ جو خواب نيٺ تڪميل تي پهتو. ويجهي ماضيءَ ۾ مئي 1998ع ڌاري پهريون ائٽمي تجربو ڪيو ويو.

ان ڪانسواءِ ٻيا ننڍا ننڍا تحقيقي مرڪز ڪراچيءَ، ڄامشوري، ملتان، لاهور ۽ پشاور ۾ کوليا ويا آهن. جوهري توانائيءَ سان بجلي پيدا ڪرڻ جو مرڪز ڪراچيءَ ۾ قائم ڪيو ويو آهي، جيڪو 137 ميگاواٽ بجلي پيدا ڪندو آهي. پاڪستان ۾ ائٽم کي ٽوڙڻ جو پهريون تجربو نيلور واري هنڌ 1965ع ۾ ڪيو ويو.

انرجي ڪميشن، اعليٰ توانائيءَ جا طبعياتي مسئلن تي بہ تحقيق ۾ مصروف آهي، اهو ڪم بين الاقوامي معيار جو آهي. انهيءَ سلسلي ۾ ڊاڪٽر

عبدالسلام (ٽڏهوڪي مشير سائنسي امور) ۽ ڊاڪٽر. آء. ايڇ عثماني (صدر ائٽامڪ انرجي ڪميشن) سرگرم رهيا. جوهري توانائيءَ لاءِ ڳري پاڻيءَ جي ضرورت ٿيندي آهي. قدرتي گئس مان مصنوعي پاڻ تيار ڪرڻ لاءِ ڪارخانن مان تيار ٿيل پاڻي حاصل ڪرڻ جو ڪم ورتو ويو آهي. ائٽمي توانائيءَ جي باري ۾ پاڪستان، روس سان "پاڻي" وٺڻ جو معاهدو ڪيو آهي.

**صحت:** پاڪستان جي آئين مطابق هر فرد جي صحت جي سنڀال ۽ مفت علاج وغيره حڪومت جي فرضن ۾ شامل آهي. پاڪستان جي ٽئين پنج سالا منصوبي مطابق حڪومت اهو عزم ڪري ڇڏيو هو ته 1985ع تائين ملڪ جي سموري آباديءَ کي صحت جا بنيادي لوازمات مهيا ڪيا ويندا ۽ ڪو به شخص طبي مراعات کان محروم نه رهندو. طبي سهولتن جي فراهمي صوبائي صحت کاتي جي ذمي آهي. مرڪزي حڪومت جو ڪم آهي صحت جي پروگرامن جي رهنمائي ڪرڻ. قيام پاڪستان وقت صحت جو قومي معيار نهايت خراب هو. ملڪ ۾ سنديافته ڊاڪٽرن جو تعداد گهٽ هو. اسپتالون نه هيون. دوائن ناهڻ جا ڪارخانا نه هئا.

**صحت جي شعبي ۾ موجوده سرڪاري انگ اکر:**

| | |
|---|---|
| اسپتالون | 916 |
| ڊسپينسريون | 4600 |
| بنيادي صحت جا مرڪز | 5301 |
| ماءُ ۽ ٻار جي صحت جا مرڪز | 906 |
| ڳوٺاڻي صحت جا مرڪز | 552 |
| ٽي بي ڪنٽرول پروگرام جا يونٽ | 289 |
| اسپتالن ۾ موجود بسترا | 99908 |
| رجسٽرڊ ڊاڪٽر | 113206 |
| ڊينٽل ڊاڪٽر | 6127 |
| نرسون | 48446 |
| پيرا ميڊيڪل عملو | 23559 |
| ليڊي هيلٿ ورڪر | 6741 |

هن وقت ضلعن جي صدر مقامن (شهرن) ۾ وڏيون اسپتالون آهن، جيڪي صحت جي سلسلي ۾ ناڪافي آهن. 1961ع ۾ مليريا جي مرضن ۾ ورتل ٻه ڪروڙ ماڻهو رڪارڊ ڪيا ويا هئا. هڪ اندازي مطابق هن وقت به هڪ لک ماڻهو سلهه جي مرض ۾ مبتلا آهن، پر هن وقت سلهه (ٽي. بي) جو علاج ممڪن ۽ آسان آهي، جيڪو ائين مهينن جي ڪورس تي مشتمل هوندو آهي ۽ هر تعلقي اسپتال ۾ ٽي. بيءَ جي مريضن کي رجسٽرڊ ڪري مفت ۾ علاج جي سهولت ڏني وئي آهي. انهيءَ جي علاج لاءِ مرڪزي حڪومت جي امداد سان ضلعي بالاڪوٽ ۾ 50 بسترن جو شفاخانو آهي. مرض پيدا ڪرڻ ۾ سڀ کان وڌيڪ دخل ماحول ۾ گندگيءَ جو آهي. 1966ع ۾ صفائيءَ جي هڪ مهم هيٺ صفائيءَ جو پرچار ڪيو ويو، جنهن ۾ تازي هوا، صاف پاڻي ۽ متوازن غذا جي اهميت کان ماڻهن کي روشناس ڪرايو ويو هو. هن وقت پاڪستان سميت پوري سنڌ ۾ جگر جي بيماري هيپاٽائيٽس عام ٿي وئي آهي. جنهن جو سبب ڊاڪٽرن جي چوڻ موجب آلوده (گدلو) پاڻي، انجيڪشنن ۽ بليڊن جو بار بار استعمال ۽ متاثر ٿيل رت جي منتقلي آهي. ان بيماريءَ جا ٽي قسم عام آهن. جن مان اي، بي ۽ سي جي علاج لاءِ حڪومت انتظام ڪيا آهن ۽ هر سرڪاري اسپتال ۾ هينئر "هيپاٽائٽس ڪنٽرول پروگرام" تحت مريضن جي مفت ٽيسٽ ۽ علاج ڪيو وڃي ٿو.

جڏهن ته ٻارن کي حفاظتي ٽڪن جو قومي پروگرام، ماءُ ۽ ٻار جي صحت بابت قومي پروگرام ۽ قومي ايڊز ڪنٽرول پروگرام به صحت کاتي جي ترجيحي سرگرمين ۾ شامل آهن.

تنهن کان سواءِ عالمي صحت واري اداري جي تعاون سان ملڪ ۾ پوليو خلاف ڪيترن سالن وئڪيشن ٻارن کي فراهم ڪيون پيون وڃن.

**خانداني منصوبه بندي:** پاڪستان ۾ وڌندڙ آبادي هڪ مسئلو بڻجي ويو آهي. اقتصاديات جي ماهرن، اقتصادي ترقيءَ جي هر پهلوءَ تي غور ڪيو. هنن جي رٿا موجب تيزيءَ سان وڌندڙ ڄمر جي روڪ به اقتصادي خوشحاليءَ جو هڪ حصو آهي. ان جو مقصد اهو هو ته پاڪستان جي آباديءَ ۾ عمر جي ناهمواريءَ کي ختم ڪيو وڃي. 1970ع تائين خوراڪ جي معاملي ۾ ملڪ کي خود ڪفيل بنايو وڃي. نه فقط موجوده آمدنيءَ کي برقرار رکجي، بلڪ منصوبه بنديءَ هيٺ آمدنيءَ ۾ اضافو ڪيو وڃي. هن وقت آهستي آهستي شهر توڙي ٻهراڙيءَ جي ماڻهن خانداني منصوبه بنديءَ جي فائدن کي سمجهيو آهي. هن وقت به سرڪار پاران ليڊي هيلٿ ورڪرز جي ذريعي گهر گهر ماڻهن ۾ خانداني منصوبه بنديءَ بابت آگاهي ڏيڻ جو سلسلو جاري آهي.

**سماجي بهبود:** پاڪستان هڪ فلاحي مملڪت آهي. 1955ع ۽ 1962ع جي آئين ۾ حڪومت جو فرض قرار ڏنو ويو آهي ته هو مذهب، ملت، رنگ ۽ نسل جي فرق کان سواءِ هر شهريءَ جي معيارِ زندگيءَ کي ترقي ڏئي، دولت جي ارتڪاز (هڪ هنڌ گڏ ٿيڻ) کي روڪي، ملڪ جي سڀني طبقن جي وچ ۾ عدل ۽ انصاف قائم ڪري. هر شخص لاءِ کاڌو، ڪپڙا، گهر، علاج ۽ تعليم جون بنيادي ضرورتون مهيا ڪري ۽ جيڪي ماڻهو جسماني نقص يا ڪنهن ٻئي سبب جي ڪري روزي ڪمائي نه سگهندا هجن، انهن جي ڪفالت ڪري. 1947ع جي ورهاڱي وقت وسيع پيماني تي لڏپلاڻ ٿي، جنهن کي حڪومت سنڀالي نه سگهي. ڪي ماڻهو پنهنجي ڪوشش سان ته ڪي ماڻهو تعليم، صحت عامه، عدالت، زراعت ۽ امداد باهمي ۽ عوامي انجمنن ذريعي روزگار سان لڳا. پر انهيءَ سلسلي ۾ حڪومت جي اڳيان بي انتها تڪليفون هيون. سماجي بهبود جو ڪم محنت جي وزارت جي حوالي هو، هن وقت سماجي ڀلائيءَ جو الڳ کاتو ۽ وزير مقرر ڪيل آهي.

پهرئين پنج ساله منصوبي (1955ع) ۾ جن ٽن مسئلن طرف خاص ڌيان ڏنو ويو سي هئا: سماجي منصوبه بندي، سماجي تحقيقات ۽ سماجي ڪم. 1961ع ۾ "سوشل ويلفيئر ايجنسيز آرڊيننس" جاري ڪيو ويو ته جيئن نجي ادارن ۾ ڪارڪردگيءَ کي بهتر ڪيو وڃي. گداگري وڏي لعنت آهي. اسلام ان کي سختيءَ سان روڪيو آهي. ليڪن ان لاءِ ضروري آهي ته بي پهچ ماڻهن جي حفاظت ۽ امداد جو بندوبست ڪيو وڃي. افلاس، جهالت، عصمت فروشي، گداگري، بيروزگاريءَ، ٻوڏ ۽ طوفان مان پيدا ٿيل خرابين جي ڪري ملڪ ۾ ڪيتريون ئي خرابيون پيدا ٿي رهيون آهن. جن کي دور ڪرڻ لاءِ حڪومت هڪڙي ڪميشن به مقرر ڪئي آهي. رٽائرڊ فوجين ۽ پنتي پيلن جي بهبوديءَ لاءِ به حڪومت کي شعبا قائم ڪري ڇڏيا آهن. تنهن هوندي به سماجي بهبود جي سلسلي ۾ اڃا گهڻو ڪجهه ڪم ڪرڻو آهي. مختلف قدرتي آفتن جهڙوڪ: 2005ع واري زلزلي جي صورت ۾ پاڙيسري ملڪ پڻ

مدد لاءِ فلاحي ڪم ڪن ٿا. اهڙي طرح پاڪستان به مختلف وقتن تي ٻين ملڪن جي مدد ڪندو رهي ٿو.

**رهائشي رٿائون ۽ اڏاوتون:** شهري ضرورت جي تڪميل لاءِ ٽائون ڪاميٽيون ۽ ميونسپالٽيون ته ملڪ ۾ شروع کان ئي موجود هيون، پر اها ذميداري روز روز ايتري وڌندي وئي جو وڏن شهرن ۾ "امپروومينٽ ٽرسٽ" قائم ڪيا ويا. حڪومت طرفان پي. ڊبليو. ڊي ۽ رٿابنديءَ واري کاتي، شهرن ۾ اڏاوت جي سلسلي ۾ ذميداريون پنهنجي ذمي ڪيون. گاديءَ واري شهر جي تعمير جو ڪم ڪئپيٽل ڊيولپمينٽ اٿارٽيءَ جي سپرد ٿيو. اهڙيءَ طرح ريلوي، ٽپال، آبپاشي وغيره جي کاتن، پنهنجن ملازمن لاءِ خود گهر اڏائڻ جو سلسلو جاري ڪيو.

**نشريات:** هن وقت پاڪستان ۾ 33 ريڊيو اسٽيشنون ۽ 29 ايف. ايم اسٽيشنون آهن. جيڪي: لاهور، پشاور، ڪراچي، راولپنڊي، اسلام آباد، ملتان، آزاد ڪشمير، خيرپور، حيدرآباد، ڪوئيٽا، لاڙڪاڻي، مٺي، نوابشاهه، خضدار، گلگت ۽ اسڪردو ۾ آهن، جن ۾ 20 ٻولين ۾ پروگرام نشر ڪيا ويندا آهن. (ڏسو: **پاڪستان براڊڪاسٽنگ ڪارپوريشن**). جڏهن ته ڪراچي، حيدرآباد، لاهور، اسلام آباد ۽ ٻين شهرن ۾ نجي ايم. ايف چينل به وڏي تعداد ۾ نشريات ڏئي رهيا آهن.

**ٽيليويزن:** پاڪستان ۾ ٽيليويزن اسٽيشن قائم ڪرڻ جو فيصلو 1964ع ۾ ٿيو. انهيءَ سلسلي ۾ جپان جي نِوپن اليڪٽرڪ ڪمپنيءَ سان معاهدو ڪيو ويو ۽ تجرباتي طور ننڍي پيماني تي ٻه ٽيليويزن اسٽيشنون قائم ڪيون ويون. 26 نومبر 1964ع تي لاهور ۾ هڪڙو يونٽ قائم ڪيو ويو. فيبروري 1965ع ۾ پنجن ڪروڙن رپين جي لاڳت سان ٽيليويزن ڪارپوريشن قائم ڪئي وئي، جنهن ۾ اڌ رقم حڪومت طرفان ۽ اڌ رقم



جپان ۽ برطانيا جي ڪمپنيءَ مهيا ڪئي. 1967ع ۾ ڪراچي ٽيليويزن اسٽيشن ڪم شروع ڪيو. جنوري 1967ع ۾ راولپنڊي- اسلام آباد ۾ به هڪ اسٽيشن قائم ڪئي ويئي. ملڪ ۾ لکين ٽيليويزن سيٽ اچي ويا. نين ڪمپنين درآمد لائسنس ذريعي سيٽ تيار ڪرڻ شروع ڪيا. هن وقت ريڊيو وانگر ٽيليويزن ڪمرشل سروس شروع آهي. پاڪستان جي سرڪاري ٽي. وي ڪارپوريشن جو نالو پي. ٽي. وي آهي، جڏهن ته هينئر هڪ اندازي موجب چاليهه کن نجي چئنل پڻ نشريات ڏئي رهيا آهن، تن ۾ تفريحي ۽ نيوز چينل شامل آهن. انهن ۾ سنڌي چئنل ڪي. ٽي. اين، سنڌ ٽي. وي، ڪشش ٽي. وي، مهراڻ ٽي. وي، آواز ٽي. وي، ڌرتي ٽي. وي به شامل آهن.

**فلم انڊسٽري:** پاڪستان قائم ٿيڻ وقت لاهور ۾ صرف ٻه اسٽوڊيو هئا، جيڪي به نامڪمل هئا، ان ڪري هتي فلم سازي وڏي پئماني تي ترقي نه ماڻي. 1948ع ۾ هڪ صرف فلم ٺهي، 1949ع ۾ ست (7) ۽ 1950ع ۾ نوَ (9) فلمون مڪمل ٿيون. هن وقت 6 فلم اسٽوڊيو لاهور ۾ ۽ ٻه ڪراچيءَ ۾ آهن، جن مان ڪي اسٽوڊيو ساز ۽ سامان جي لحاظ سان معياري آهن. گهڻيون فلمون پنجابي ٻوليءَ ۾ ٺهن ٿيون. ان کان پوءِ ٻئي نمبر تي اردو فلمون آهن. پشتو ۽ سنڌي ٻولين ۾ به ڪي فلمون ٺهيون آهن. هن وقت پاڪستاني سئنيمائن ۾ ڪي خاص معياري فلمون ڪو نه ٿيون هلن. پر ٽيلي فلم پراڊڪشن عام ٿي آهي، جيڪي اردو ۽ سنڌيءَ ۾ به ٺهن ٿيون ۽ انهن ۾ نجي ادارا ڪم ڪن ٿا. جڏهن ته فلم انڊسٽريءَ کي هتي ونرائڻ جي سخت ضرورت آهي.

پاڪستان جون ڪجهه دستاويزي فلمون بين الاقوامي ميلن ۾ انعام به کٽي آيون، جن مان هڪڙي فلم "پاڪستان جي ڪهاڻي" 1966ع جي مقابلي ۾ پيش ڪئي وئي. فلمي صنعت کي هٿي ڏيڻ لاءِ حڪومت گهڻيون سهوليتون مهيا ڪري رهي آهي، انهيءَ سلسلي ۾ فلم ڊيولپمينٽ ڪارپوريشن جو قيام قابل ذڪر آهي.پر ويجهي ماضيءَ ۾ ڪيترين ئي دستاويزي ۽ ٽيلي فلمون عالمي سطح تي مشهور ٿيون.

**صحافت:** پاڪستاني صحافت آزاديءَ کان اڳ ننڍي کنڊ ۾ موجود مسلم پريس، صحافت جي وارث آهي. هندستان ۾ جڏهن مسلمانن اخبارون ڪڍيون ته هندن ۽ سکن جون اخبارون پنهنجا قدم پختا ڪري چڪيون هيون. ويهين صديءَ ۾ 'الهلال' (ڪلڪتو)، 'ڪامريڊ'، 'همدرد' ۽ 'الجميعت' (دهلي)، 'زميندار' (لاهور) مسلمانن جي ترجماني ڪئي. مسلم ليگ جي قيام کان پوءِ اخبارن ۾ اضافو ٿيو. قيام پاڪستان وقت 'پاڪستان ٽائيمس' ۽ 'نواءِ وقت' پاڪستان جي حصي ۾ آيون. 'سول اينڊ ملٽري گزيٽ' (لاهور)، 'سنڌ آبزرور' (ڪراچي) اڳيئي هتي موجود هيون. 'ڊان' (دهلي)، عين قيام پاڪستان واري ڏينهن ڪراچيءَ ۾ منتقل ٿي. ٿوري عرصي کان پوءِ 'جنگ' ۽ 'انجام' اخبارون به دهليءَ مان ڪراچي منتقل ٿيون. جلدئي 'امروز' ۽ ڪي نيون اخبارون شايع ٿيڻ لڳيون.



1951ع کان پوءِ پاڪستان جي تقريباً هر وڏي شهر مان انگريزي، اردو، سنڌي ۽ ٻين ٻولين ۾ اخبارون شايع ٿيڻ لڳيون، جن جو اهم مقصد عوامي مسئلا بااختيار حاڪمن تائين پهچائڻ هو. ڪي اخبارون ذاتي ۽ پارٽي پروپئگنڊا جي مقصد سان به شايع ٿينديون رهيون. اخبارن جي زندگيءَ جو مدار سرڪاري ۽ عوامي اشتهارن تي هوندو آهي، تنهنڪري جن اخبارن جا اشتهار بند ٿيندا هئا، اهي جي نه سگهنديون هيون. اهڙيون ڪئين اخبارون جمنديون ۽ مرنديون رهيون. صحافين جي ملازمت جي تحفظ ۽ سٺي اجرت لاءِ سرڪار ويج بورڊ مقرر ڪيو، جيڪو هر سال ملازمن جي پگهارن جو تعين ڪندو آهي. هن وقت هر ٻوليءَ جون قابل ذڪر ممتاز اخبارون هيٺينءَ طرح ڳڻائي سگهجن ٿيون. اردو: جنگ، امروز، مشرق، نواءِ وقت، امن ڪوهستان، جسارت ۽ مساوات. انگريزي: پاڪستان ٽائيمس، مسلم، مارننگ نيوز، ڊان ۽ پاڪستان آبزرور، ۽ انڊس ٽائيمس.

**سنڌي ٻوليءَ جون اخبارون ۽ رسالا:** سنڌيءَ ۾ بہ ڪافي اخبارون نڪتيون. ماضيءَ ۾ 'الوحيد' اخبار ورهاڱي کان اڳ آزاديءَ جي هلچل ۾ سنڌ جي جدوجهد جي نمائندگي ڪئي. ان کان سواءِ سکر، شڪارپور ۽ حيدرآباد مان ٻيون بہ اخبارون ۽ رسالا جاري ٿيندا رهيا. هن وقت بہ ڪيتريون ئي اخبارون سنڌيءَ ۾ نڪرن پيون. جيئن: عبرت، ڪاوش، ڪوشش، شام، سنڌو سنڌ، مهراڻ، خبرون، خلق، سچ، سنڌ ٻليٽن، تعمير سنڌ، هلچل، سوڀ، فيصلو سُڪار ۽ احساس وغيره آهن. جڏهن تہ آفتاب، سنڌ نيوز، خادم وطن ۽ سرواڻ وغيره، اهي اخبارون بہ حيدرآباد مان شايع ٿينديون آهن. هلال پاڪستان، عوامي آواز، سنڌ سجاڳ، برسات ۽ پاڪ اخبارون، ڪراچيءَ مان شايع ٿينديون آهن. پاڪ سنڌ سکر مان ۽ مقدمو لاڙڪاڻي مان نڪرن ٿيون. گهڻو ڪري سڀ اخبارون ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ٿين ٿيون.

انهن کان سواءِ هفتيوار، پندرهن وار، ماهوار ۽ ٽماهي ادبي رسالا پڻ باقاعدگيءَ سان شايع ٿيندا رهندا آهن. جن ۾ سنڌو عبرت مئگزين، ماهوار نئين زندگي، ماهوار سرتيون، ٽماهي مهراڻ، ماهوار سوجهرو، ماهوار امرتا، ٽماهي سارنگا، همرچو پرک، پرهه، جاکوڙ، ٽماهي سنڌي ٻولي، ٽماهي ڪلاچي، ڇماهي ادب، ڪينجهر، افيئر نيوز مئگزين وغيره. الوحيد ۽ قرباني سنڌ جون اهي تاريخي اخبارون هيون، جن پاڪستان جي قيام کان اڳ نہ فقط پاڪستان جي تحريڪ ۾ حصو ورتو پر مسلمانن جي سجاڳيءَ لاءِ پڻ تبليغ جو ڪارنامو انجام ڏنو هفتيوار ۽ نہ روزه اخبارن ۽ رسالن جو وڏو تعداد سنڌيءَ ۾ نڪرندڙ آهي.



**صحافت ۾ مددگار شعبا:** پاڪستان جي صحافت ۾ مددگار سرڪاري ۽ نيم سرڪاري اداره آهن، جن جي ڪري پاڪستاني صحافت بين الاقوامي اخبارن جي همسري ڪري رهي آهي، مثال طور:

(1) آل پاڪستان نيوز پيپرس سوسائٽي (APNS)، جيڪا اخبارن جي مالڪن جي جماعت.




(2) ڪائونسل آف پاڪستان نيوز پيپرس ايڊيٽرس (CPNE)، اخبارن جي ايڊيٽرن جي جماعت.

(3) پاڪستان فيڊرل يونين آف جرنلسٽس (PFUJ)، صحافين جي جماعت.

(4) ائسوسيئيٽيڊ پريس آف پاڪستان (APP).

(5) پاڪستان پريس انٽرنئشنل (PPI) ۽

(6) يونائيٽيڊ پريس آف پاڪستان (UPP).

ٻهرين هنهي ادارن، اخبارن کي ٽيلي پرنٽر مهيا ڪري ڏنا آهن. هن وقت انٽرنيٽ ذريعي آساني سان خبرن ۽ تصويرن جي رسائي ممڪن آهي. اي. پي. پي جو دنيا جي ٻين خبرون پهچائيندڙ ايجنسين جهڙوڪ: رائٽر (لنڊن)، ائسوسيئيٽيڊ پريس آف آمريڪا (نيويارڪ)، نيو چائنا نيوز ايجنسي (بيجنگ)، تاس (ماسڪو) وغيره سان معاهدو آهي.

**رانديون:** قيام پاڪستان کان اڳ سڄي ملڪ ۾ رانديين لاءِ انجمنون ۽ ڪلب موجود هئا، جن کي پوءِ منظم ڪري 'اسپورٽس ڪنٽرول بورڊ' قائم ڪيو ويو. هاڪي، پاڪستان جي قومي راند آهي. جڏهن تہ ڪرڪيٽ جو شمار پاڪستان جي پسنديده رانديين ۾ ٿئي ٿو پاڪستاني ٽيم دنيا جي ڪرڪيٽ راند ۾ پنهنجو نالو روشن ڪيو آهي. ڪيترائي رانديگر عالمي شهرت حاصل



پاڪستان جي قومي راند هاڪي

ڪري چڪا آهن. 1992ع ۾ پاڪستان ڪرڪيٽ جو عالمي ڪپ کٽيو هو جڏهن تہ تازو 2010ع ۾ ٽي- ٽوئنٽي ورلڊ ڪپ ۾ پڻ پاڪستان جي سوڀ ٿي. چيو وڃي ٿو تہ ٽوئنٽي ٽوئنٽي ڪرڪيٽ جو آغاز بہ ڪراچيءَ (پاڪستان) کان ٿيو. هن وقت ٽوئنٽي ٽوئنٽي ڪرڪيٽ مئچون پوري دنيا ۾ پسند ڪيون وڃن ٿيون. هاڪيءَ کي بہ قومي رانديين جو درجو حاصل آهي. گذريل پنجاهہ سالن ۾ پاڪستان جي هاڪي ٽيم اولمپڪ گرائونڊ ۾ پاڻ مڃائي چڪي آهي. اسڪوائش بہ دنيا جي مشهور راند آهي. پاڪستاني رانديگر هن وقت تائين سڄيءَ دنيا ۾ چئمپين آهن. فوٽ بال ۽ ٽينس رانديون بہ پاڪستان ۾ هلنديون آهن. ديسي رانديين ۾ پنجاب جي ڪُشتي، سنڌ ۽ بلوچستان جي ملهہ ۽ ڪوڏي ڪوڏي قومي رانديين ۾



ملهہ راند

شامل آهن. سنڌ ۽ پنجاب جون ٽيمون "ڪوڏي ڪوڏي" يا ڪٻڊيءَ جي مقابلن ۾ هڪٻئي جي سامهون هونديون آهن. گهوڙن جي ريس، ڪراچي، لاهور ۽ راولپنڊيءَ ۾ ٿيندي آهي، ان لاءِ خاص ميدان آهن. ريس ۾ کٽيندڙ گهوڙي کي قائداعظم گولڊ ڪپ ۽ هزارين رپيا ڏنا ويندا آهن. گهوڙن جي

بي راند "پولو" آهي، جيڪا فقط گلگت ۾ کيڏي ويندي آهي. گولف به پاڪستان جي دل پسند راندين ۾ شمار ٿئي ٿي. جڏهن ته فٽبال جا به ڪيترائي بهترين رانديگر ملڪ ۾ موجود آهن.

**قديم آثارن جو تحفظ:** قديم آثارن جي سنڀال لاءِ پهريائين مسلم بادشاهن دلچسپي ورتي. انگريزن جي حڪومت ۾ قديم آثارن جي سنڀال جو باقاعدي کاتو قائم ڪيو ويو، جنهن جو پهريون سربراهه سر اليگزينڊر ڪننگهام هو جنهن جي مقرري 1871ع ۾ ٿي. ان جو دائرو پهرين اتر هندستان هو پر 1874ع ۾ ڏکڻ هندستان به شامل ڪيو ويو. هن 23 جلدن ۾ "آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا رپورٽ" پيش ڪئي. 1881ع ۾ ميجر ڪُول کي قديم آثارن جو محافظ مقرر ڪيو ويو. ڪننگهام کان پوءِ ڊاڪٽر جيمس برنس ڊائريڪٽر ٿيو. 1889ع ۾ وائسراءِ لارڊ ڪرزن ذاتي دلچسپي ورتي، نوجوان برطانوي ماهر جان مارشل کي قديم آثارن جو ناظم مقرر ڪيو. موهن جو دڙو ۽ هڙپا (سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جا به وڏا نشان)، ٽئڪسيلا ۽ گنڌارا جي کوٽائيءَ جو گهڻو حصو جان مارشل جي نگرانيءَ ۾ ٿيو. جان مارشل 1932ع تائين انهيءَ عهدي تي مقرر رهيو. سنڌو ماٿريءَ ۾ کوٽائيءَ ۽ آثار


موهن جو دڙو

قديم جي حفاظت جو ڪارنامو سنڌس محنت جو نتيجو آهي. سر جان مارشل کان پوءِ مسٽر هار گريوز، راءِ بهادر ڪي. اين. ڊڪشٽ ۽ سر مارٽيمر وهيلر، ان شعبي جا سربراهه ٿيا، ورهاڱي کان پوءِ پاڪستان جي حصي ۾ جيڪي شيون آيون، اهي انهن لائق آفيسرن جي ڪوشش جو نتيجو آهن. قديم تاريخ جي سلسلي ۾ وڏي خدمت سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي دريافت، موهن جو دڙو، آمري، هڙپا، منصوره، ڀنڀور ۽ مهرڳڙهه آهن. هن ملڪ ۾ پٿر جي دور جي آثارن جو مطالعو پهريائين 1935ع ۾ سوان واديءَ (راولپنڊيءَ) ۾ ڪيو ويو. پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ سڄي پاڪستان ۾ پٿر جي دور توڙي ان کان اڳاٽي دور جي آثارن جو مطالعو جاري آهي.

سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب، جيڪا جان مارشل دريافت ڪئي، اها فقط "پتل جي دور" جي عروج واري حالت کي پيش ڪري ٿي، جنهن جي شروعاتي حالتن متعلق ڪجهه معلوم نه هو. پنجين صدي عيسويءَ ۾ "هَن" قوم جي حملن ۽ اٺين صديءَ ۾ مسلمانن جي آمد واري وچئين زماني ۾ موجوده پاڪستان جي علائقن جي سياسي تاريخ، حڪايتن ۽ لوڪ گيتن مان ملي ٿي. ابتدائي اسلامي دور بابت ٻيا مسئلا درپيش هئا: (1) اهڙو مواد بلڪل اٿلي هو، جنهن مان تقابلي مطالعي ۾ فائدو وٺي سگهجي. (2) مسلمانن جي قديم فنِ تعمير ۽ فنونِ لطيفه بابت ڪجهه به معلوم نه هو.

پاڪستان جي قائم ٿيڻ کان پوءِ قديم آثارن جي کاتي، راولپنڊيءَ جي ويجهو پوٺوهار (ڏسو: پوٺوهار) جي علائقي ۽ سنڌ ۾ روهڙيءَ وٽ پٿر جي دؤر جي باقيات جي دريافت ڪئي. 1955ع ۾ ڪوٽڏيجيءَ وٽ کوٽائيءَ ۾ سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي ابتدائي دور بابت اهو ثابت ٿي ويو ته ڪوٽڏيجيءَ جي ثقافت، سنڌو ماٿريءَ جي ثقافت جي ابتدائي حالت آهي. اها کوجنا واقعي پاڪستان جي تاريخ ۾ سنگ ميل جي حيثيت رکي ٿي، ڇو ته انهيءَ دريافت، تحقيق جون نيون راهون کولي ڇڏيون آهن. ڀنڀور ۾ پهريون دفعو کوٽائي ڪئي وئي آهي؛ هتان ابتدائي اسلامي دؤر جون جيڪي شيون مليون آهن، تن جي پيٽ سان مطالعي لاءِ نهايت اهم مواد مليو آهي. انهن کوٽائين مان هڪ قلعي بند شهر، ابتدائي اسلامي دور جا سڪا، ٽانوَ ڪتبا ۽ ٻيون شيون مليون آهن. سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي تقابلي مطالعي لاءِ هڙپا جي عجائب گهر لاءِ موهن جي دڙي، ڪوٽ ڏيجي، آمريءَ ۽ روهڙيءَ مان قديم نوادرات حاصل ڪري ٻيهر سنڀاليو ويو آهي. ڪراچيءَ جي مرڪزي عجائب گهر ۾ اهڙيون خاص تصويرون مڪمل ڪيون ويون آهن، جن مان پٿر جي دؤر (قبل از تاريخ) جي زندگي، ڪافرستان جي پهاڙي علائقن ۾ رهندڙ قديم قبائلي معاشرت، هڪ ٻڌ وهارو، تخت بئي جي هڪ خانقاهه ۽ محمد بن قاسم جي ديبل جي گهيري جي نظاري کي پيش ڪيو ويو آهي.

قديم آثارن واري کاتي جي ڪوشش سان ٽئڪسيلا ويجهو سراءِ ڪُولا ۾ هڪ قديم مقام دريافت ڪيو ويو آهي، جنهن مان معلوم ٿو ٿئي ته هن علائقي جي ثقافت ساڍا ٽي هزار سال پراڻي آهي. ٻيون کوٽايون تلمبه (ملتان) ۽ منصوره (سانگهڙ) ۾ ڪيون ويون آهن. اسلامي دؤر جي يادگارن کي محفوظ رکڻ لاءِ گهڻو ڪم ڪيو ويو آهي، ان سلسلي ۾ پاڪستان، يونيسڪو کان به مدد ورتي آهي.

**سياحت:** پاڪستان جي سرزمين جو حسن ۽ هتي جي رهواسين جو اخلاق سڄيءَ دنيا جي سياحن لاءِ ڪشش جو باعث آهي. تنهنڪري هتي سياحت لاءِ ايندڙ ٻاهرين ملڪن جي ماڻهن جو تعداد ڏينهون ڏينهن وڌندڙ آهي. 1965ع ۾ سياحت کاتي، سياحن کي سهوليتون ڏيڻ لاءِ رٿا تيار ڪئي هئي، جنهن ۾ هيٺيون ننڍيون رٿائون عمل ۾ آنديون ويون:

(1) ملڪ جي جدا جدا حصن، جهڙوڪ گلگت، هزارا، چترال، ڪالام ۽ ناران ۾ ريسٽ هائوسن جي تعمير ۽ آمد ورفت جون سهوليتون مهيا ڪرڻ.

(2) ڪوهه پيمائي، برف ۾ رانديون، مڇيءَ جو شڪار، وغيره.

(3) سياحت کي ترقي ڏيڻ لاءِ ملڪ جي وڏن شهرن ۾ معلومات جا سينٽر کوليا ويا آهن، وڏن شهرن جي هوائي اڏن تي اطلاعات کاتي پاران هوٽلون کوليون ويون آهن.

ٻين ملڪن ۾ نمائش لاءِ سياحت کاتو، پاڪستان بابت رنگين فلمون به تيار ڪندو آهي. 1966ع کي "سياحت جو سال" ڪري ملهايو ويو هو. پاڪستان لوازان جي بين الاقوامي ميلي ۾ شرڪت ڪئي، جنهن ۾ پنج لک ماڻهن پاڪستاني اسٽال ڏٺو ان کان سواءِ پراگ جي نمائش ۾ پاڪستان جا خوبصورت منظر ۽ وڏيون وڏيون تصويرون موڪليون ويون، جيڪي سياحن لاءِ پُرڪشش هيون. جنوري 1967ع ۾ "نئچرل جاگرافڪ مخزن" ۾، "پاڪستان اسٽوري" جي عنوان سان هڪ باتصوير طويل مقالو شايع ڪيو ۽

نئشنل جاگرافڪ سوسائٽيءَ، واشنگٽن ۾ پاڪستاني نوادارات تي هڪ نمائش جو انتظام ڪيو. ڊسمبر 1967ع ۾ جهنگلي جانورن جي تحفظ لاءِ عالمي تنظيم جي هڪ وفد پاڪستان جو دورو ڪيو ۽ هتي جي جهنگلي جانورن تي هڪ مختصر فلم تيار ڪئي. سياحت کاتي جي درخواست تي لاڙڪاڻي ايڪسپريس جو 'موهن جو دڙو ايڪسپريس' نالو رکيو ويو



پاڪستان جي سرزمين قسمين قسمين نظارن جو ڏيک ڏيندڙ آهي. هتي اوچا جبل بہ آهن، زرخيز ميدان بہ آهن، رڻ پٽ بہ آهن تہ گهاٽا ٻيلا بہ آهن. گهاٽي آباديءَ وارا شهر بہ آهن تہ آثار قديمہ جا دڙا، ٿڙا، ڪوٽ ۽ قلعا بہ آهن. سياحت جي لحاظ کان هيٺ ڄاڻايل ماڳ ۽ مڪان ذڪر جوڳا آهن: ڪراچي، ڀنڀور، ٺٽو، مڪلي، حيدرآباد، خيرپور، سکر، روهڙي، اروڙ، ڪوٽ ڏيجي، موهن جو دڙو، سيوهڻ، ڪوئيٽا، لاهور، راولپنڊي، اسلام آباد، هڙپا، ٽئڪسيلا، پشاور، مانسهره، بالاڪوٽ، شهباز ڳڙهي، مري، نٿيا گلي، ڪاغان وادي، سوات وادي، پشاور، گلگت ۽ هنزا ۽ ٻيا ڪيترائي ماڳ مڪان.

سنڌ جي ثقافت کاتي بہ سياحت کي هٿي وٺرائڻ لاءِ تمام گهڻيون ڪوششون ڪيون آهن. ثقافت کاتي جي صوبائي وزير محترمہ سسئي پليجو سنڌ ۾ موجود آرڪيالاجيڪل ماڳن کي وفاق کان سنڌ جي تحويل ۾ آڻارائي پنهنجي ذميوارين ۾ آندو آهي، ان کان سواءِ سنڌ حڪومت جي مدد سان گورک هِل تي تعميراتي ڪم ۽ رهائشي سهولتن جو ڪم بہ تيزيءَ سان هلندڙ آهي.

**پاڪستان جي پرڏيهي پاليسي:** پاڪستان جي پرڏيهي پاليسيءَ جو بنيادي نڪتو اهو رهيو آهي تہ سڀ قومون برابر آهن ۽ هر قوم کي آزاد رهڻ جو حق حاصل آهي. پاڪستان هميشہ دنيا جي هر محڪوم ملڪ، خاص ڪري يورپي استحصال جي شڪار ٿيل ايشيائي ملڪن جي حق خود اختياريءَ ۽ آزاديءَ جي مطالبي جي ڀرپور حمايت ڪئي آهي. ان کان سواءِ اسلامي ملڪن سان پاڪستانين جو دلي ڳانڍاپو رهيو آهي، ان جي جهلڪ بہ ملڪ جي خارجہ پاليسيءَ ۾ نظر ايندي. قائداعظم پاڪستان جي قيام وقت چيو هو تہ: اسين دنيا جي سڀني ملڪن سان دوستيءَ جا خواهشمند آهيون ۽ ڪنهن ملڪ سان دشمني رکڻ نٿا چاهيون. هڪڙو ڀارت اهڙو ملڪ آهي، جنهن سان خوشگوار تعلقات قائم نہ ٿي سگهيا آهن، ان جو سبب ڪشمير، بنگلاديش جي قيام ۽ پاڻيءَ جي ورڇ جهڙا مسئلا آهن، جيڪي صلح جي راهہ ۾ رڪاوٽ بڻيل آهن، پر عالمي مبصرن موجب اهي مسئلا جامع ڳالهين ذريعي حل ٿي سگهن ٿا.

**پاڪستان جا دوست ملڪ:** پاڪستان جا پنهنجي دوست ملڪن سان بهترين لاڳاپا رهيا آهن. چين سان 1963ع ۾ باقاعدي تجارتي معاهدو ٿيو 1965ع ۾ چين، پاڪستان کي ڇهن ڪروڙ ڊالرن جي مدد ڏني جن مان ٽئڪسيلا ۾ وڏين هيوي مشينن ٺاهڻ جو هڪ وڏو ڪارخانو قائم ڪيو ويو. مشهور تاريخي "شاهراهہ ريشم" کي ٻيهر کولڻ جو معاهدو ٿيو جون 1968ع ۾ چين جي تعاون سان هٿيارن ٺاهڻ جو ڪارخانو قائم ڪيو ويو چين سان دوستيءَ تي پاڪستان کي فخر رهيو آهي ۽ اها دوستي شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جي ڪوششن سان قائم ٿي ۽ اڄ بہ قائم آهي چين هن وقت بہ واپاري توڙي دفاعي سامان جي مد ۾ پاڪستان جي مدد ڪندو رهي ٿو

چين کان پوءِ روس بہ هڪ طاقتور ملڪ آهي جنهن جو شمار پاڪستان جي پاڙيسري ملڪن ۾ ٿئي ٿو 1948ع ۾ ٻنهي ملڪن وچ ۾ سفارتي تعلقات قائم ٿيا. شروع ۾ پاڪستان پوري طرح يورپي بلاڪ ۾ شامل هو تنهنڪري سياسي تعلقات ۾ ڪو واڌارو نہ آيو روس "سينٽو" ۽ "سيٽو" ۾ پاڪستان جي شموليت تي ناراض هو ۽ پاڪستان کي شڪايت هئي تہ روس پختونستان جي مسئلي ۽ ڪشمير جي مسئلي ۾ اجائي مداخلت پئي ڪئي. بهرحال ٻنهي ملڪن وچ ۾ اقتصادي ۽ واپاري ناتا قائم رهيا آهن. مارچ 1961ع ۾ روس پاڪستان کي تيل جي ڳولا ۾ فني امداد کان سواءِ 3 ڪروڙ ڊالر قرض ڏنو ان کان سواءِ اسٽيل مل لڳائڻ لاءِ پاڪستان کي مالي ۽ فني امداد ڏني، هن وقت اها اسٽيل مل ايشيا جي وڏي فولادِي مِل آهي. ان کان سواءِ روس ۽ پاڪستان کي ڪيترين ئي رٿائن ۾ مالي ۽ فني مدد ڏيندو رهيو آهي.

افغانستان، جيڪو ڪيتري عرصي کان غير مستحڪم ۽ طالبانن جي ڪري تڪراري ملڪ رهيو آهي. هي واحد ملڪ هو جنهن پاڪستان جي اقوام متحده ۾ ميمبرشپ جي مخالفت ڪئي هئي، پر پاڪستان، افغانستان ڏانهن دوستاڻو رويو جاري رکيو. 1963ع ۾ شهنشاهہ ايران جي ڪوششن سان لاڳاپا بهتر ٿيا. اتي هلندڙ تشدد جي طالبانن جي ڪارروائين جي پر تشدد واقعن تي پاڪستان کي بہ ڀُڳتي رهي آهي، ڇاڪاڻ تہ طالبانن جا ڪجهہ گروپ پاڪستان ۾ بہ ڪارروايون ڪندا رهيا آهن. پر جنرل پرويز مشرف، آمريڪا جي حمايت سان افغانستان ۾ پر تشدد ڪارروائين جي مخالفت ڪئي. ان سميت تازو چونڊيل صدر آصف علي زرداري پڻ افغانستان جو دورو ڪري، ڪرزئي حڪومت سان لاڳاپا بهتر بنائڻ لاءِ ڪوشش ڪئي آهي.

عرب ملڪن جي حقن جي حفاظت ۾ پاڪستان، اقوام متحده ۽ ٻين عالمي اجلاسن ۾ جنهن تسلسل سان آواز بلند ڪيو آهي، اهو اسلامي دوستيءَ جو ناقابل ترديد ثبوت آهي. پاڪستان کي لبيا، مراڪش ۽ الجزائر جي آزاديءَ لاءِ اقوام متحده ۾ عربن جو وڪيل سمجهيو ويو پاڪستان نہ رڳو اسرائيل جي سخت مخالفت ڪئي، پر اڄ ڏينهن تائين ان کي تسليم بہ نہ ڪيو آهي. هن وقت شام ، يمن، اردن، ايران، سعودي عرب، ڪويت، سوڊان، لبيا، تيونس، مراڪش ۽ الجزائر سان پاڪستان جا انتهائي خوشگوار لاڳاپا آهن. اوپر ۾ انڊونيشيا سان پاڪستان جا ويجها واسطا آهن. وڏن عالمي مسئلن ۾، فلسطين، قبرص، ڪوريا ۽ ويٽنام جي جنگ بابت پاڪستان جو طرز عمل هميشہ حق ۽ انصاف جي حمايت ۾ رهيو آهي.

تنهن کان سواءِ عراق جي نئين سر تعمير لاءِ پڻ پاڪستان نيڪ تمنائون رکي ٿو. فلسطين ۾ اسرائيلي جارحيت جي نندا به ڪري ٿو تازو ايران- پاڪستان گئس پائيپ لائين منصوبي تي صحيحون به ڪيون ويون آهن.

دنيا جي سُپر پاور آمريڪا سان پاڪستان جا لاڳاپا شروع کان وٺي بهتر رهيا آهن. آمريڪا پاڪستان ۾ جمهوري حڪومتن جي حمايت ڪندو رهيو آهي، پر فوجي حڪمرانن کي به مختلف وقتن تي آمريڪا جي حمايت حاصل رهي آهي. ورلڊ ٽريڊ سينٽر واري واقعن (2001ع) کان پوءِ جڏهن آمريڪا طالبانن ۽ القائده خلاف سخت ڪارروائي جو فيصلو ڪيو ته کيس پاڪستان جي مدد جي ضرورت پيش آئي ۽ تڏهوڪي آرمي چيف ۽ پاڪستان جي اڳوڻي صدر جنرل (ر) پرويز مشرف، سندس ها ۾ ها ملائي، سندس ڀرپور حمايت جو اعلان ڪيو. ان کان سواءِ جڏهن انتهاپسندن جون ڪارروايون پاڪستان جي اترين علائقن سميت وڏن شهرن: پشاور، اسلام آباد، لاهور، ڪراچي وغيره ۾ وڌي ويون، ته دهشتگردن خلاف آپريشن ۾ آمريڪا، پاڪستان جي ڀرپور مدد ڪئي ۽ اهو تعاون اڄ تائين جاري آهي.ان کان سواءِ پاڪستان جي اترين علائقن ۾ 2005ع ۾ آيل زلزلي توڙي 2010ع واري وڏيءَ ٻوڏ سبب ٿيل تباهڪارين واري آزمائشي صورتحال ۾ ٻين ملڪن سان گڏ آمريڪا پڻ مالي مدد ڪئي.

پاڪستان 1947ع کان وٺي 'اقوام متحده' ۽ 'ڪامن ويلٿ گيمز فيڊريشن' جو ميمبر آهي. ان کان سواءِ ڏکڻ ايشيائي ملڪن جي سهڪاري تنظيم 'سارڪ' (SAARC) جي باني ميمبرن مان هڪ آهي. سارڪ جا اجلاس ڊسمبر 1988ع ۽ جنوري 2004ع ۾ اسلام آباد (پاڪستان) ۾ ٿيا. پاڪستان طرفان محمد نعيم الحسن، جنوري 1996ع کان ڊسمبر 1998ع تائين، سارڪ جو جنرل سيڪريٽري به رهي چڪو آهي.

**قومي جهنڊو:** پاڪستان جو قومي جهنڊو مستطيل شڪل جو آهي، جنهن جو ٽيون حصو اڇو ۽ ٻه حصا گهاٽي سائي رنگ جا آهن. اڇو حصو اقليت وارين قومن کي ظاهر ڪري ٿو. سائو حصو جنهن جي وچ ۾ هلال (ٻهرين تاريخ جو چنڊ) ۽ پنج ڪُنڊو تارو ٺهيل آهي، سو مسلمانن جي نمائندگي ڪري ٿو.

**قومي ترانو:** اسلامي جمهوريه پاڪستان جو قومي ترانو مشهور اردو شاعر حفيظ جالنڌريءَ جو لکيل آهي، جنهن جي موسيقي سنڌ جي نامور موسيقار احمد جي. چاڳلا جي ترتيب ڏنل آهي. [وڌيڪ ڏسو: ترانو جلد ٽيون]

**پاڪستان جي آدم شماري:** غير سرڪاري انگن اکرن موجب 2009ع ۾ پاڪستان جي آباديءَ جو ڪاٿو 180,808,000 جي لڳ ڀڳ لڳايو ويو آهي. پاڪستان دنيا جو ڇهون نمبر گهڻي آباديءَ وارو ملڪ (برازيل کان گهٽ ۽ روس کان مٿي/ گهٽي آباديءَ) آهي. پاڪستان جي آباديءَ ۾ 1950ع کان 2008ع تائين ڳوٺاڻي سطح تي ستوڻ ۽ شهري آبادي ڇئوڻ تي وڌي آهي.

ماضيءَ ۾ پاڪستان جي آبادي تمام تيزي سان وڌي، پر هن وقت جوڳا اپاءَ وٺي جمر جي عمل کي گهٽ ڪيو ويو آهي ۽ هن وقت آبادي 1.6 سيڪڙو جي حساب سان وڌي پئي ته جيئن وسيلا محدود نه ٿي وڃن. پاڪستان جي 1990ع کان 2003ع تائين ڏکڻ ايشيا ۾ سڀ کان وڌيڪ ڳوٺاڻي آبادي 36 سيڪڙو هئي ۽ هن وقت پاڪستان جي 50 سيڪڙو آبادي ننڍن توڙي وڏن شهرن ۾ رهي ٿي. پاڪستان ۾ ڪيترين ئي ريتن، رسمن، رواجن ۽ مذهبي عقيدي وارا ماڻهو رهن ٿا.

**آبادي ۽ ان جي واڌ ويجهه Population and Growth:**

| | |
|---|---|
| آبادي: | 172,800,000 (جولاءِ 2008 جو ڪاٿو) |
| وڌڻ جو ريٽ: | 2.2٪ (2008 جو ڪاٿو) |
| ڄمڻ جي شرح ۾ واڌ: | 31 ڄمر هر 1000 آباديءَ تي (2008ع) |
| موت جو تعداد: | 8 هر 1000 آباديءَ تي (2008ع) |

**ماضيءَ جي آباديءَ جي ڪٿ/ انگ اکر**

| آدمشماري/ (ڪٿ جو سال) | ڪل آبادي | ڳوٺاڻي آبادي (شرح) |
|---|---|---|
| 1951ع | 33,816,000 | 17.80٪ |
| 1961ع | 42,978,000 | 22.46٪ |
| 1972ع | 56,321,000 | 25.40٪ |
| 1981ع | 84,254,000 | 28.28٪ |
| 1998ع | 130,580,000 | 32.51٪ |
| 2008ع | 172,800,000 | 32.34٪ |
| 2009ع | 180,800,000 | |

(اقوام متحده جي انگن اکرن موجب 180,800,000 آهي.)

**عمر جي ورهاست (2006ع جو ڪاٿو)**

| عمر | مردن جو تعداد | عورتن جو تعداد | سيڪڙو |
|---|---|---|---|
| 0-14 | 33,293,428 | 31,434,314 | 42٪ |
| 15-64 | 48,214,288 | 46,062,933 | 54.9٪ |
| 65 سالن کان مٿي | 3,256,065 | 3,542,522 | 4.1٪ |

**عمر جي ورهاست (2009ع جو ڪاٿو)**

| عمر | مردن جو تعداد | عورتن جو تعداد | سيڪڙو |
|---|---|---|---|
| 0-14 | 33,037,943 | 31,092,572 | 36.7٪ |
| 15-64 | 53,658,173 | 49,500,786 | 59.1٪ |
| 65 سالن کان مٿي | 3,495,350 | 3,793,734 | 4.2٪ |

**تعليم جي شرح:** هڪ اندازي موجب پاڪستان ۾ تعليم (خواندگي) جي شرح 49.97 سيڪڙو آهي، جن ۾ مرد 63 سيڪڙو ۽ عورتون 36 سيڪڙو خوانده آهن.

**تعليمي ادارن جا قسم ۽ انهن جو تعداد:**

| | |
|---|---|
| 1. پرائمري اسڪول | 1,56,592 |
| 2. مڊل اسڪول | 28728 |
| 2. هاءِ اسڪول | 23,964 |
| 4. آرٽس ۽ سائنس ڪاليج | 3213 |
| 5. ڊگري ڪاليج | 1202 |
| 6. هنري ۽ ٽيڪنيڪي ادارا | 3125 |
| 7. يونيورسٽيون | 133 |

[هاير ايجوڪيشن ڪميشن جي مطابق، انهن يونيورسٽين مان 73 پبلڪ، ۽ 60 پرائيويٽ يونيورسٽيون آهن.]

**قومون ۽ نسل:** پاڪستان ۾ هند آريائي توڙي غير آريائي ٻوليون ڳالهايون وڃن ٿيون. پاڪستان ۾ ڌار ڌار قومن ۽ نسلن جا ماڻهو رهن ٿا. جن جي ڌار ڌار تاريخ آهي ۽ اهي ثقافتون پڻ نراليون ۽ منفرد رکن ٿا. پاڪستان ۾ ڪيترن ئي مقامي ديسي نسلن کان سواءِ آريائي، دراوڙي، ايراني، داردي وغيره نسلن جا ماڻهو موجود آهن. ٻيا ڪي نسل ويجهي ماضيءَ ۾ لڏي پلاڻي اچي وينا آهن، جن ۾ هندستان، بنگلاديش ۽ برما وغيره جا ماڻهو شامل آهن. مجموعي طرح هاڻي اهي سمورا نسل پاڪستاني سڃاڻپ رکن ٿا. ڪن لڏي ايندڙ پناهگيرن کي مقامي آباديون ۽ ملڪ جو قانون پاڪستاني تسليم نٿو ڪري، جن ۾ 1971ع جي پاڪستان- ڀارت جنگ کان پوءِ آيل بهاري ۽ گذريل ڪجهه سالن کان پناهه وٺندڙ افغاني شامل آهن. انهن مان ڪي غير قانوني طور شناختي ڪارڊ حاصل ڪري شهريت حاصل ڪري چڪا آهن، پر اڪثريت اجا تائين ڌارئين ليکي وڃي ٿي، جن کي هتان جي شهريت ڏيڻ تي قومن ۽ قومپرست ڌريون ناپسندگيءَ جو اظهار ڪن ٿيون.

**مذهب (Religion):** پاڪستان ۾ آباديءَ جو گهڻو حصو مسلمانن جو آهي، جڏهن ته هتي وڏي تعداد ۾ هندو ۽ ٿوري تعداد ۾ عيسائي، سک، پارسي ۽ ڪجهه ٻين مذهبن جا ماڻهو به آباد آهن.

**پاڪستان جون ٻوليون:** هونئن ته پاڪستان ۾ ڇاليهن کان وڌيڪ ٻوليون ڳالهايون وڃن ٿيون، پر هتان جي مکيه ٻولين ۾ پنجابي، سنڌي، پشتو، بلوچي، سرائيڪي، براهوي ۽ اردو وغيره شامل آهن. 1998ع سرڪاري انگن اکرن موجب پاڪستان ۾ مختلف ٻولين ڳالهائيندڙن جي شرح *(Demographics of Pakistan- Wikipedia 2008)* موجب) هيٺين ريت آهي:

| ڳالهائيندڙن جي شرح | ٻولي |
|---|---|
| 44.17٪ | پنجابي |
| 15.44٪ | پشتو |
| 14.12٪ | سنڌي |
| 10.42٪ | سرائيڪي |
| 3.59٪ | بلوچي |
| 7.59٪ | اردو |
| 3.59٪ | ٻيون ٻوليون (براهوي، هندڪو، شينا، بلتي وغيره) |

ٻولين جي هن شرح ۽ ڳالهائيندڙن جي تعداد تي مقامي قومن کي ڪافي اختلاف آهن. ڇاڪاڻ ته سرڪاري طرح 1998ع کان پوءِ ڪا به باضابطه آدمشماري نه ٿي سگهي آهي، جڏهن ته پاڪستان ڊيموگرافڪس پروفائيل 2010ع ۽ وڪيپيڊيا 2008ع جي انگن اکرن ۾ به ڪافي فرق آهي.

انگريزي پاڪستان جي دفتري زبان طور استعمال ٿئي ٿي ۽ اردوءَ کي پاڪستان جي قومي ٻوليءَ جو درجو ڏنو ويو آهي، جڏهن ته پاڪستان ۾ شامل قومن تي مشتمل صوبن جا رهواسي- سنڌي، بلوچي، پنجابي، پشتو ۽ سرائيڪي وغيره پنهنجين ٻولين کي 'قومي ٻوليون' (National Languages) تسليم ڪن ٿا ۽ سنڌن ابتدا کان وٺي اها گهر آهي ته سنڌن ٻولين کي قومي ٻوليون قرار نه ڏئي، ساڻن زيادتي ڪئي وئي آهي. هن وقت ته سنڌ اسيمبليءَ کان وٺي پاڪستان جي قومي اسيمبلي ۽ سينيٽ تائين صوبن جي ٻولين کي قومي ٻوليون/ پاڪستاني ٻوليون تسليم ڪرڻ جا آواز بلند ٿي رهيا آهن. سنڌي زبان سنڌ جي اردوءَ سان گڏ سرڪاري زبان آهي، پر سنڌ واسين کي اعتراض آهي ته سنڌي، سنڌ جي واحد سرڪاري ۽ دفتري زبان هئڻ گهرجي، ڇو ته اردو زبان کي پاڪستان ۾ قومي زبان حيثيت حاصل هئڻ ڪري ان جي حيثيت کي ڪو به نقصان رسڻ جو انديشو نه آهي.

پاڪستان جي بنيادي زبانن بابت ڪجهه ڄاڻ هيٺ ڏجي ٿي:

(1) **پنجابي:** هيءَ پنجاب صوبي جي ٻولي آهي. پنجابي ٻوليءَ جا مختلف لهجا لاهور، سيالڪوٽ، گجرانوالا ۽ شيخو پوره ضلعن ۾ ڳالهايا وڃن ٿا. وارث شاهه، بلهي شاهه ۽ سلطان باهُو پنجابي زبان جا وڏا شاعر آهن.

(2) **پشتو:** هيءَ خيبر پختونخوا صوبي جي ٻولي آهي، جيڪا هن صوبي سان گڏ بلوچستان ۾ به وڏي تعداد ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. پشتو جا به ڪيترائي لهجا آهن (ڏسو: پشتو زبان). رحمان بابا ۽ خوشحال خان خٽڪ، پشتوءَ جا وڏا شاعر آهن.

(3) **سنڌي:** سنڌي، سنڌ جي قومي ٻولي آهي، جيڪا سنڌ ۾ تعليمي ۽ دفتري زبان به آهي. سنڌي، سنڌ کان سواءِ بلوچستان جي وڏي حصي، پنجاب جي سرائيڪي پٽي، هندستان جي راجستان، ڪڇ ۽ گجرات کان سواءِ ٻين ڪيترن حصن ۾ به ڳالهائي وڃي ٿي.

سنڌي ٻوليءَ جو قومي شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائيؒ نه رڳو سنڌ، پر دنيا جي شاعرن ۾ مٿانهين حيثيت رکي ٿو ان کان سواءِ سچل سرمست، سامي، روحل، بيدل ۽ ٻين ڪلاسيڪي شاعرن کان سواءِ جديد شاعرن ۾ شيخ اياز، نارائڻ شيام، طالب المولىٰ، نياز همايوني، تنوير عباسي، استاد بخاري، امداد حسيني ۽ ٻيا شمار ٿين ٿا. سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪيتريون ئي اخبارون، رسالا ۽ ڪتاب پڻ ڇپجي رهيا آهن.

(4) **سرائيڪي:** پاڪستان جي آباديءَ جو 10.42 سيڪڙو سرائيڪي ڳالهائيندڙ آهن. هيءَ ٻولي پنجاب جي ملتان، ساهيوال، اوڪاڙا، خانيوال، جهنگ، گوجرانوالا، فيصل آباد، چنيوٽ ۽ ٻين شهرن کان سواءِ سنڌ ۾ به وڏي پيماني تي ڳالهائي وڃي ٿي. خواجا غلام فريد سرائيڪيءَ جو اهم وڏو شاعر ٿي گذريو آهي.

(5) **بلوچي:** بلوچي اڪثريت سان بلوچستان ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. بلوچيءَ جي اهم لهجن ۾ سرحدي رکشاڻي، قلاتي، ڪاراني، مڪراني، جدگالي وغيره لهجا آهن. مست توڪلي ۽ بالاچ، بلوچيءَ جا اهم شاعر ٿي گذريا آهن.

(6) **براهوي (Brahvi):** انگريز لسانيات جي ماهرن براهوي ٻوليءَ کي دراوڙي ٻوليءَ جي شاخ ڪوٺيو آهي، پر جديد تحقيق ان ڳالهه کي رد ڪندي اهو خيال ڏيکاريو آهي ته شايد هن ٻوليءَ جو تعلق مهرڳڙهه ۾ رهندڙ سنڌو ماٿريءَ جي ماڻهن جي ڪنهن ٻوليءَ سان هجي. مينگل مشهور براهوي قبيلو آهن.

(7) **هندڪو (Hindko):** هندڪو، قديم انڊو-آرين ٻوليءَ مان نڪتل هڪ شاخ آهي، جيڪا خيبر پختونخوا، پشاور، پنجاب، مانسهره، آزاد ڪشمير،

ايبٽ آباد ۾ هزاره جا اٽڪل 40 لک (4 ملين) ماڻهو ڳالهائين ٿا. هيءَ ٻولي سنڌي ۾ سرائيڪيءَ سان ويجهو لاڳاپو رکي ٿي.

**پاڪستان جو آئين:** ورهاڱي کان پوءِ پاڪستان ۾ ٽي آئين لاڳو ٿي چڪا آهن: پهريون آئين 1956ع؛ ٻيو آئين 1962ع ۽ ٽيون آئين 1973ع ۾ لاڳو ٿيو. جيڪو سيني جي اتفاق سان ذوالفقار علي ڀٽي تيار ڪرايو 1973ع وارو آئين هن وقت به لاڳو آهي. جنهن ۾ تازو ارڙهين ترميم ذريعي اپريل 2010ع ۾ اهم تبديليون ڪيون ويون. موجوده رائج آئين ۾ فوجي آمريتن جي مداخلت سبب اڪثر رڪاوٽون به پيش آيون ۽ آئين معطل ٿيندو رهيو. آئين موجب رياست جو سربراهه صدر هوندو آهي، جڏهن ته انتظامي اختيار وزيراعظم وٽ هوندا آهن (**وڌيڪ ڏسو: آئين، جلد پهريون**).

**پاڪستان جو سياسي/ حڪومتي منظرنامو:**

**قائداعظم:** قائداعظم محمد علي جناح پاڪستان جي نئين رياست جو گورنر جنرل مقرر ٿيو. جڏهن ته لياقت علي خان پهريون وزيراعظم بڻيو. قائداعظم ورهاڱي کان پوءِ تمام ڏکين حالتن کي منهن ڏنو. ورهاڱي دوران پاڪستان سان ڪجهه ناانصافيون به ٿيون. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ ماڻهن کي آباد ڪرڻ هڪ وڏو مسئلو هو. وسيلا تمام محدود هئا، جڏهن ته پاڪستان کي ڪيترن ئي شعبن ۾ نظرانداز پڻ ڪيو پئي ويو. ڪجهه ننڍيون رياستون جهڙوڪ: ڪشمير، جن پاڪستان سان گڏجڻ ٿي چاهيو، انهن کي هندستان غير قانوني طور زوري پاڻ سان شامل ڪري ڇڏيو.



پاڪستان کي انتظامي مشينري، ماڻهن کي ٻيهر آباد ڪرڻ ۽ انهن کي کاڌ خوراڪ مهيا ڪرڻ، بنا سرڪاري مشينريءَ جي آفيسون هلائڻ، ان کان سواءِ پاڻي، فوج ۽ پئسي جي ورڇ ۾ به نا انصافيءَ جهڙا مسئلا پيش آيا. قائداعظم پنهنجي صلاحيتن سان قوم کي حوصلو ڏيئي اهڙين حالتن ۾ به پاڪستان کي نئين عزم سان سنڀاليو ۽ هڪ مضبوط مسلم رياست جي وجود کي مڃرايو. قائداعظم پنهنجي قوم سان گهڻو وقت رهي نه سگهيو ۽ بيمار ٿي پيو ۽ 11 سيپٽمبر 1948ع تي وفات ڪيائين.

**لياقت علي خان:** لياقت علي خان پاڪستان جو پهريون وزيراعظم مقرر ٿيو ته هن به نيڪ نيتيءَ سان ملڪ کي سياسي، سماجي ۽ اقتصادي سگهه فراهم ڪرڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي. هيءُ اڳواڻ لياقت باغ ۾ سياسي ميڙ کي خطاب ڪري رهيو هو ته سيد اڪبر شاهه نالي هڪ شخص مٿس گولي هلائي، شهيد ڪري ڇڏيو.



لياقت علي خان جي موت هڪ سياسي خال پيدا ڪيو جنهن کي پرڻ لاءِ بعد ۾ چونڊيل وزيراعظم خواجه ناظم الدين (53-1951ع)؛ محمد علي بوگرا (55-1953ع) ۽ گورنر جنرل غلام محمد (55-1951ع) ڀرپور ڪوشش ڪئي.

**اسڪندر مرزا:** 1956ع ۾ اسڪندر مرزا ملڪ جي پهرين صدر طور حلف کنيو. هن جي ڏور حڪومت ۾ معاشي حالتون بهتر نه ٿيون، پاڪستان ۽



هندستان وچ ۾ ڪشمير مسئلو حل نه ٿي سگهيو افغانين هڪ خود مختيار "پختونستان" لاءِ احتجاج جاري رکيو ۽ ڪجهه سياسي بدعنوانين ۽ ڪابينا جي ٻي قائدگين ۽ معاشي مشڪلاتن حڪومت کي ڪمزور ڪري ڇڏيو.

**ايوب خان:** 1958ع ايوب خان مارشل لا نافذ ڪئي، 1956ع وارو آئين معطل ڪري ڇڏيو هو فوجي سربراهه هئڻ سان گڏ پاڪستان جو صدر به بڻيو ايوب خان پهريون فوجي اڳواڻ هو جنهن پاڪستاني سياست ۾ مداخلت ڪري مستقبل ۾ ٻين فوجي آمرن لاءِ راهه هموار ڪري ڇڏي.



1962ع جو صدارتي آئين به ايوب خان جي مرضيءَ موجب هو. سندس دؤر حڪومت ۾ اسلام آباد ملڪ جي گاديءَ جو هنڌ بڻيو جيڪو بلڪل نئون شهر آهي. ذوالفقار علي ڀٽو پڻ ان دؤر (60-1958ع) ۾ تجارت جو وزير بڻيو ايوب خان پاڻيءَ جي مسئلي تي ڀارتي وزيراعظم جواهرلعل نهروءَ سان 1960ع ۾ "سنڌو طاس" معاهدو ڪيو.

63-1962ع تائين پاڪستان ۽ هندستان وچ ۾ ڪشمير مسئلي تي ڪيترين ئي گڏجاڻين ڪوٺايون ويون، پر ڪو نتيجو نه نڪتو ۽ ايستائين جو 1965ع ڌاري ان مسئلي تي ڪڇ جي رڻ ۾ هڪ خطرناڪ جنگ ڇڙي پئي، جيڪا بعد ۾ بين الاقوامي ڪوشش سان بند ٿي. جنگبنديءَ کان پوءِ صدر ايوب خان ۽ ڀارت جي وزيراعظم لال بهادر شاستريءَ جي وچ ۾ روس جي مدد سان تاشقند معاهدو ڪيو ويو ۽ تاشقند معاهدي تان ئي ذوالفقار علي ڀٽي ۽ ايوب خان وچ ۾ اختلاف اُڀريا، جنهن بعد ڀٽي صاحب استعفا ڏئي ڇڏي هئي.

اوڀر پاڪستان ۾ وڌندڙ بيچينيءَ خطرناڪ فسادن کي جنم ڏنو ۽ ايوب خان کي نتيجي ۾ استعيفا ڏيڻي پئجي وئي.

**يحيىٰ خان:** ايوب کان پوءِ يحيىٰ خان جيڪو پڻ فوجي جنرل هو پاڪستان جون حڪومتي واڳون سنڀاليون. هن ايمرجنسي لاڳو ڪئي، پر هن پارلياماني حڪومت ٺاهڻ لاءِ آئين سازيءَ تي زور ڏنو ان عرصي دوران اوڀر پاڪستان ۾ بغاوت حد کان وڌي وئي ۽ يحيىٰ خان جي دؤر ۾ پاڪستان پنهنجي سياسي تاريخ ۾ هڪ وڏي نقصان کي برداشت ڪيو يعني پاڪستان جو اڀرندو حصو. جيڪو ڀارتي مداخلت سبب الڳ ٿي بنگلاديش بنجي ويو (اهو واقعو 16 ڊسمبر 1971ع جو آهي)، نه صرف اهو پر هندستان وٽ پاڪستان جا 90 هزار فوجي به قيد ٿي ويا، جن کي بعد ۾ ڀٽي صاحب پنهنجي صلاحيتن سان اندرا گانڌيءَ سان ملاقات ڪري شملا ناهه ذريعي آزاد ڪرايو.



**ذوالفقار علي ڀٽو:** ايوب خان سان اختلافن ۽ حڪومت مان علحدگيءَ بعد ذوالفقار علي ڀٽي 1967ع ۾ جڏهن پاڪستان پيپلز پارٽي جو بنياد وڌو (**وڌيڪ ڏسو: پاڪستان پيپلز پارٽي**) ته سندس عوامي امنگ وارن نعرن

۾ سياسي جذبي کي وڏي پذيرائي ملي ۽ 1970ع وارين چونڊن ۾ ڀٽو صاحب وڏي ڪاميابي سان حڪومت ۾



آيو. ان حڪومت کي ڪجهه لساني فسادن، پارٽي خلاف سازشن ۽ اوڀر پاڪستان جي عليحدگيءَ وارن واقعن کي ڌڪو پهتو. پنهنجي حڪومت ۾ ذوالفقار علي ڀٽي ملڪ کي 1973ع وارو متفقہ آئين ڏنو، پاڪستان کي ائٽمي طاقت بنائڻ، پاڙيسري ملڪن سان بهتر تعلقات قائم ڪرڻ، اسلامي ملڪن وچ ۾ يڪجهتي جي ڪوشش ڪرڻ تي بہ ساراهيو ويو. هن ملڪي ادارن ۾ سُڌارا آڻي قومي تحويل ۾ ورتو. 1977ع وارين چونڊن ۾ ڀيهر ڪاميابي بعد سندس حڪومت خلاف سازشون ڪامياب ويون. 1977ع ۾ ئي تڏهوڪي فوجي جنرل ضياء الحق جمهوريت تي راتاهو هڻي حڪومت کي برطرف ڪيو ۽ ڀٽي صاحب کي ڪوڙي ڪيس ۾ گرفتار ڪري عدالت ذريعي ڦاهي ڏياري وئي (**ڏسو: ڀٽو ذوالفقار علي، شهيد- جلد ڀيو**). عوام اهڙي ظلم تي بي حد غم ۽ غصي ۾ هو پر ضياء الحق ڏنڊي جي زور تي ڪيترائي سال حڪومت تي قابض رهيو. 17 آگسٽ 1988ع تي هڪ جهاز حادثي ۾ جنرل ضياء الحق جو موت واقع ٿيو.

**محمد خان جوڻيجو:** ضياءِ الحق جي دؤر ۾ ئي 1973ع واري آئين ۾ ترميم ڪري پاڪستان مسلم ليگ جي اڳواڻ محمد خان جوڻيجي کي وزيراعظم مقرر ڪيو ويو. هن 1985ع ڌاري ڪوشش ڪئي ملڪ ۾ نافذ



ايمرجنسيءَ کي هٽايو. افغانستان مان روسي فوج جي واپسيءَ بابت بہ عملي ڪوششون ڪيائين. پر اڳتي هلي مسلم ليگ ٻن ڌڙن ۾ ورهائجي وئي. جن مان هڪ ڌڙي جي اڳواڻي محمد خان جوڻيجو ڪري رهيو هو ۽ ٻي ڌڙي جي اڳواڻي پنجاب جو تڏهوڪو وڏو وزير نوازشريف ڪري رهيو هو جيڪا اڳتي هلي مسلم ليگ "ن" جي نالي سان مشهور ٿي (**وڌيڪ ڏسو: پاڪستان مسلم ليگ، ن، ف، ق**).

**محترمہ بينظير ڀٽو:** ذوالفقار علي ڀٽي جي شهادت بعد محترمہ بينظير ڀٽو



پرڏيهہ هلي وئي، آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ مان تعليم مڪمل ڪري جڏهن 1986ع ڌاري ڏيهہ واپس آئي تہ لکين ماڻهن سندس شاندار استقبال ڪيو. 1988ع وارين چونڊن ۾ هن ڀرپور نموني هلچل هلائي ۽ ڪاميابي ماڻي. محترمہ، اسلامي دنيا جي پهرين خاتون وزيراعظم طور جڳ ۾ مشهور ٿي. هن پنهنجي والد جي نقش قدم تي هلندي ڪيترائي عوامي فلاح جا ڪم ڪيا، پر 1990ع ۾ تڏهوڪي صدر غلام اسحاق خان، محترمہ جي حڪومت کي ڪجهه بدعنوانين ۽ اختيارن جي ناجائز استعمال جي هٿرادو الزامن هيٺ برطرف ڪندي نيون چونڊون ڪرائڻ جو اعلان ڪيو (**وڌيڪ ڏسو: بينظير ڀٽو شهيد- جلد ڀريون**).

**ميان نوازشريف:** محترمہ بينظير ڀٽو جي حڪومت جي اوچتي برطرفيءَ بعد ميان محمد نوازشريف کي چونڊن بعد وزيراعظم ٿيڻ جو موقعو مليو. سندس حڪومت ۾ بہ ڪي ترقياتي ۽ فلاحي ڪم ٿيا پر



1993ع ۾ ساڳئي ئي صدر غلام اسحاق خان، نواز ليگ جي حڪومت کي بہ برطرف ڪري اسيمبليون ٽوڙي ڇڏيون. ان کان اڳ نوازشريف پاران صدر جا اختيار گهٽ ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي هئي. ان بعد وري چونڊون ٿيون.

**پيپلز پارٽي:** 1993ع وارين چونڊن ۾ پيپلز پارٽيءَ کي ڀيهر اڪثريتي ووٽ مليا، جنهن بعد پيپلز پارٽي حڪومت قائم ڪئي. 1996ع ڌاري جڏهن مير مرتضيٰ ڀٽي جي شهادت جو واقعو پيش آيو تہ محترمہ جي حڪومت خلاف سازشن وڌيڪ زور ورتو. نتيجي ۾ سندس ئي چونڊيل صدر مرحوم فاروق احمد لغاري اسيمبليون ٽوڙي ڇڏيون ۽ ڀيهر چونڊن جو ماحول جڙيو. ان بعد محترمہ ۽ سندس وَر آصف علي زرداريءَ تي بدعنوانين جا ڪيس ٺاهيا ويا، محترمہ خود ساخته جلاوطني اختيار ڪري دبئي ۾ رهائش اختيار ڪئي، جڏهن تہ آصف علي زرداريءَ ڪيترائي سال جيل جو عتاب سَٺو.

**نوازليگ:** چونڊن ۾ ڪاميابي بعد 1997ع جي آغاز ۾ نوازليگ کي ڀيهر حڪومت جو موقعو مليو. نوازشريف جي دؤر ۾ ڪارگل محاذ تي پارٽي فوج سان جهڙپن ۽ اندروني اختلافن جا واقعا پيش آيا. ڪارگل مامري تي تڏهوڪي آرمي چيف جنرل پرويز مشرف ۽ ميان نوازشريف وچ ۾ اختلاف اُڀريا. اڳتي هلي 12 آڪٽوبر 1999ع جي شام جنرل پرويز مشرف جڏهن غير ملڪي دوري تان واپس ڏيهہ پئي آيو تہ سندس جهاز کي ڪراچي ايئرپورٽ تي لهڻ نہ پئي ڏنو ويو. نتيجي ۾ ڪجهه فوجي آفيسرن جي مدد سان جنرل پرويز مشرف هٿي اچڻ شرط حڪومتي ادارن کي فوجي ڪنٽرول ۾ ورتو ۽ قوم کي سرڪاري ٽي. ويءَ تان خطاب ڪري پاڻ کي ملڪ جو "چيف ايگزيڪيوٽو" سڏرايو ۽ نوازشريف خلاف جهاز سازشن جو ڪيس ٺاهي ڪيس گرفتار ڪيو ويو بعد ۾ سعودي حڪومت جي مداخلت بعد شريف خاندان کي سعودي عرب ۾ پناهہ ڏني وئي (**وڌيڪ ڏسو: پرويز مشرف**).

**جنرل پرويز مشرف:** تڏهوڪي آرمي چيف جنرل پرويز مشرف جڏهن اقتدار سنڀاليو تہ هن رفرينڊم ذريعي پاڻ کي صدر چونڊرايو. 2002ع ۾ عدالتي حڪم تحت چونڊن جو اعلان ڪيائين. بينظير ڀٽو ڪيترن ئي سالن کان



دبئي ۾ خود ساخته جلاوطني ۾ هئي. انهن چونڊن ۾ پ. پ مخدوم امين فهيم جي اڳواڻيءَ ۾ حصو ورتو ويو پر جيئن تہ چالاڪيءَ سان ملڪ جي ٻنهي پارٽين، پاڪستان پيپلز پارٽي ۽ نواز ليگ کي ٽوڙڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. نوازشريف سعودي حڪومت وٽ ترسيل هو. مسلم ليگ قائداعظم نالي جماعت وجود ۾ آئي. جنهن جي سربراهي چوڌري شجاعت جي هٿ ۾ هئي. مسلم ليگ (ق) کي جنرل پرويز مشرف جي ڀرپور حمايت حاصل هئي. 2002ع وارين چونڊن ۾ مسلم ليگ (ق) اڪثريت سان ڪٽي آئي، مخالف پارٽين پاران ڌانڌلين ذريعي ڪٽي اچڻ جا الزام لڳايا ويا.

**مسلم ليگ (ق):** ق ليگ جي حڪومت ۾ مير ظفر الله جمالي وزيراعظم مقرر ٿيو. اڳتي هلي ڪجهه اختلافن سبب هن کي استعفا ڏيڻي پئي ۽ چوڌري شجاعت نگران وزيراعظم مقرر ٿيو. شوڪت عزيز کي ضمني چونڊ ذريعي ڪٽرائي وزيراعظم مقرر ڪيو. هوڏانهن پرويز مشرف کي آئيني ترميم ذريعي صدارتي عهدي تي وڌيڪ عرصي لاءِ چونڊيو ويو. اپوزيشن جو پرزور مطالبو هو ته هو هڪ ئي وقت ٻه عهدا نٿو رکي سگهي. يا ته هُو آرمي چيف جو عهدو ڇڏي ڏئي. پر هن ٻئي عهدا پاڻ وٽ رکيا. ان دؤر ۾ ملڪ ۾ ڪيترائي بحران پيدا ٿيا. 2001ع ۾ جڏهن ورلڊ ٽريڊ سينٽر تي حملا ٿيا ته آمريڪا، افغانستان تي حملي لاءِ پاڪستان جي حمايت حاصل ڪئي، پرويز مشرف طالبانن خلاف ڀرپور ڪارروائي لاءِ حامي ڀري. پر بعد ۾ پاڪستان اندر طالبانن جا علائقائي گروپ جڙيا، وڏن شهرن توڙي قانون لاڳو ڪندڙ ادارن تي خودڪش بم حملا ٿيندا رهيا. لال مسجد اسلام آباد جي خطيب حڪومتي رٽ کي چيلينج ڪندي اسلامي شريعت لاڳو ڪرڻ جي گُهر ڪئي، ان تي فوجي آپريشن ڪيو ويو. جنهن سبب ڪيترا شهري ۽ طالب علم مارجي ويا. ان کان سواءِ بلوچستان ۾ نواب اڪبر بگٽيءَ جي شهادت جو واقعو پيش آيو. اڳتي هلي سپريم ڪورٽ جي چيف جسٽس چوڌري افتخار محمد چوڌريءَ کي هٽائڻ بعد وڪيلن جي تحريڪ شروع ٿي. سڀ کان دردناڪ واقعو 27 ڊسمبر 2007ع تي محترمه بينظير ڀٽو جي شهادت جي صورت ۾ پيش آيو. جنهن بعد ملڪ ۾ غم غصي ۽ وڳوڙ جي صورتحال پيدا ٿي. چونڊ مهم دؤران اهڙو واقعو پيش آيو ان وقت ملڪ ۾ نگران حڪومت جو وزيراعظم ميان محمد سومرو هو. اڳتي هلي پرويز مشرف کي نين چونڊن بعد وردي لاهي، صدارتي عهدو ڇڏڻو پيو.

**پيپلزپارٽي جي نئين قيادت:** محترمه بينظير ڀٽو جي شهادت بعد پارٽي



اجلاس ۾ سندس فرزند بلاول کي پارٽي چيئرمئن ۽ آصف علي زرداريءَ کي شريڪ چيئرمئن چونڊيو ويو. بلاول جيئن ته تعليم جي سلسلي ۾ برطانيه ۾ رهي ٿو تڏهن پارٽيءَ جي اعليٰ قيادت سندس والد آصف علي زرداري جي هٿ آهي. 2008ع وارين چونڊن ۾ پيپلزپارٽي پوري ملڪ مان اڪثريت سان کٽي آئي. پنجاب ۾ ن ليگ ۽ خيبر پختونخوا صوبي ۾ اي. اين. پي کي اڪثريتي ووٽ مليا. پيپلز پارٽيءَ طرفان يوسف رضا گيلانيءَ کي وزيراعظم چونڊيو ويو نتيجي طور ملڪ ۾ پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جي حڪومت قائم ٿي. آصف علي



زرداريءَ کي متفقه طور سيپٽمبر 2008ع ۾ ملڪ جو آئيني صدر چونڊيو ويو. خيبر پختونخوا ۾ اسفنديار وليءَ جي پارٽي اي. اين. پي کي پيپلز پارٽيءَ جي حڪومت ۾ حصيدار بڻايو ويو ۽ وفاق ۾ نواز ليگ، پي پيءَ سان گڏ شامل ٿي، پر ڪجهه عرصي بعد اُها ڪن اختلافن سبب وفاقي حڪومت کان ڌار ٿي وئي ۽ ان وٽ صرف پنجاب جي مخلوط صوبائي حڪومت رهي. 2010ع جي آخر ۾ جي يو آءِ (فضل الرحمان گروپ) به ڪابينا مان ڌار ٿي وئي، سنڌ ۾ پيپلزپارٽي سان گڏ ايم. ڪيو ايم حڪومتي اتحاد ۾ شامل آهي، پر ايم. ڪيو ايم به ڪن اختلافن سبب وفاق مان نواز ليگ وانگر ڌار ٿي وئي، جڏهن ته بلوچستان ۾ ق ليگ ۽ پي پيءَ جي گڏيل حڪومت قائم آهي. ملڪ ۾ پاڪستان پيپلزپارٽيءَ جي حڪومت قائم آهي. آصف علي زرداري ملڪ جو صدر آهي، جنهن کي متفقه طور سيپٽمبر 2008ع ۾ ملڪ جو آئيني صدر چونڊيو ويو.

هن وقت ملڪي سياست ۾ ٻيون به ڪيتريون ئي پارٽيون ميدان ۾ آيل آهن، جن ۾ پاڪستان تحريڪ انصاف، عوامي مسلم ليگ، عوامي پارٽي، جي. يو. آءِ، جماعت اسلامي وغيره قابل ذڪر آهن.

**پاڪستان اسٽيٽ آئل** (PSO): پاڪستان جي هن سڀ کان وڏي پيٽروليم ڪمپنيءَ جو بنياد 3 جون 1974ع تي پيو. جنهن کي پهرين "پاڪستان اسٽوريج ڊيولپمينٽ ڪارپوريشن" سڏيو ويو. ان بعد




هڪ نئين منصوبي هيٺ "اسٽيٽ آئل ڪمپني لميٽڊ" سڏي وئي. هيءَ ڪمپني وفاقي حڪومت جي هٿ هيٺ رهي. ان ۾ پاڪستان نيشنل آئل لميٽڊ (PNO) ۽ پريميئر آئل ڪمپني لميٽڊ (PCC) کي به ضم ڪيو ويو. ڪجهه وقت کان پوءِ ان کي پبلڪ لميٽڊ ڪمپنيءَ ۾ تبديل ڪري، ان کي پاڪستان اسٽيٽ آئل ڪمپني (PSO) رکيو ويو. هن ڪمپنيءَ جي مقصدن ۾: (1) خودڪفيل سرڪاري پاليسيءَ موجب پيٽروليم مصنوعات جي مارڪيٽنگ ۾ وڌ ۾ وڌ حصيداري، (2) پيٽروليم شعبي ۾ مارڪيٽنگ، اسٽوريج، ورهاست ۽ وڪري جي ترقياتي پروگرامن ۾ ڀرپور شرڪت، (3) عام شهرين ۽ آبادگارن جي عام استعمال لاءِ پيٽروليم جي هر وقت موجودگي يقيني بڻائڻ، (4) پيٽرول جي شين ۾ ملاوٽ خلاف مدد ڪرڻ وغيره شامل آهن.

پي. ايس. او وفاقي حڪومت جي مقرر مئنيجنگ ڊائريڪٽر جي نگرانيءَ ۾ ڪم ڪندي آهي. ڪمپني پيٽروليم ۽ قدرتي وسيلن جي وزارت هيٺ آهي. ڪمپنيءَ جي هيڊ آفيس ڪراچي، ڪلفٽن ۾ واقع آهي.

**پاڪستان اسٽيل ملز ڪارپوريشن** (Pakistan Steel Mills Corporation): هي پاڪستان جو قومي فولادي ڪارخانو آهي، جيڪو 'ڪراچي اسٽيل پراجيڪٽ' جي نالي سان آگسٽ 1968ع ۾ پبلڪ سيڪٽر تحت شروع ڪيو



ويو ۽ پوءِ ان کي ڪمپنيز ائڪٽ تحت رجسٽرڊ ڪيو ويو 1969ع ۾ پاڪستان اسٽيل ملز جي اڏاوت لاءِ فزيبلٽي رپورٽ تي ڪم شروع ڪيو ويو 1971ع ۾ پاڪستان ۽ USSR وچ ۾ پاڪستان اسٽيل مل جي اڏاوت دوران فني ۽ مالي تعاون بابت معاهدو ٿيو هن جي پيڙهه جو پٿر 30 ڊسمبر 1973ع تي ان وقت جي وزيراعظم (شهيد) ذوالفقار علي ڀٽي رکيو ان کان اڳ هيڏي وڏي پراجيڪٽ تي ڪم نه ٿيو هو تنهن ڪري اعليٰ ماهرن کان مدد ورتي وئي. هي ڪارخانو ڪراچيءَ جي اوڀر طرف 40 ڪلوميٽرن جي فاصلي تي پپريءَ (بن قاسم) وٽ 18600 ايڪڙن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ پلانٽ جي پکيڙ 10،390 ايڪڙ آهي.

هن وقت پاڪستان اسٽيل مل پاڪستان جي مڙني صنعتي ڪمپنين کان وڌيڪ اپت ڏيندڙ ڪارخانو آهي، جيڪو ساليانو 3 ملين ٽن اسٽيل پراڊڪٽ ڏيندو آهي.

پاڪستان اسٽيل مل جا اهم يونٽ هي آهن:

ڪوڪ اوون اينڊ باءِ پلانٽ، آئرن ميڪنگ ڊپارٽمينٽ، اسٽيل ميڪنگ پلانٽ، بلٽ مل، هاٽ اسٽرپ مل، ڪولڊ رولنگ مل، ريفريڪٽريز، ٿرمل پاور پلانٽ اينڊ ٽربو بلوور اسٽيشن، آڪسيجن پلانٽ، آئرن اوور ڪول جيٽي وغيره. هن وقت ملڪ اسرار احمد پاڪستان اسٽيل ملز جو چيف ايگزيڪيوٽو آفيسر آهي، جنهن مارچ 2010ع ۾ اها ذميداري سنڀالي آهي.

**پاڪستان اڪيڊمي آف سائنسز:** هن اڪيڊميءَ ناهڻ جو اعلان نومبر 1947ع تي ڪراچيءَ ۾ پهرين نيشنل ايجوڪيشن ڪانفرنس جي موقعي تي ڪيو ويو هو ۽ ان موقعي تي ناميارا سائنسدان ۽ تعليمي ماهران اڪيڊميءَ جي قيام لاءِ چونڊيا ويا هئا. پر بعد ۾ لاهور ۾ منعقد ٿيل پاڪستان سائنس ڪانفرنس جي پنجين تقريب جي موقعي تي 16 فيبروري 1953ع تي ان وقت جي وزيراعظم خواجا ناظم الدين هن اڪيڊميءَ جو باقاعدي افتتاح ڪيو 19 فيبروري 1953ع تي ان اڪيڊميءَ جا عهديدار چونڊيا ويا، جن ۾ پروفيسر ايم. افضل حسين (صدر) ۽ ڊاڪٽر ايم. رضي الدين صديقي (سيڪريٽري) چونڊيا ويا.




هي غير سرڪاري ۽ غير سياسي ادارو آهي. جنهن اداري کي سرڪار طرفان ملڪ جي ترقيءَ لاءِ سائنسي ڪوشش ۽ ان ۾ درپيش ايندڙ مسئلن جي حل ۽ قومي توڙي بين الاقوامي سطح تي سائنس جي اهميت بابت صلاحڪاري اڪيڊميءَ جو درجو ڏنو ويو آهي. هن اداري جي جنرل باڊيءَ جا 17 ميمبر آهن. هن اداري جا مول ۽ متا هن ريت آهن:

- ملڪ ۾ معياري سائنسي معلومات ۽ اعليٰ سطحي تعليم کي هٿي وٺرائڻ ۽ تحقيق ڪرڻ.
- ملڪ ۾ سائنسي ترقيءَ لاءِ معيار طيءِ ڪرڻ ۽ سائنس جي ترقيءَ ۾ نمايان ڪردار ادا ڪندڙ ادارن جي پرک ڪرڻ.
- سائنسي معلومات تي ٻڌل رسالا، تحقيقي جرنل، مونوگراف، ڪتاب ۽ ٻيو معلوماتي مواد شايع ڪرڻ.
- ملڪي توڙي بين الاقوامي سطح تي سائنسي تحقيق بابت ڪم ڪندڙ يونين جي وچ ۾ رابطا قائم ڪرڻ ۽ پاڪستان ۾ سائنسي سرگرميون منعقد ڪرڻ ۽ قومي توڙي بين الاقوامي سطح تي سائنسي معلومات بابت گڏجاڻيون منعقد ڪرائڻ.
- سائنسي تحقيق تي اعزاز، تمغا، انعام ۽ اسڪالرشپس ڏيڻ.
- سائنسي مسئلن تي حڪومت سان مشاورت ڪرڻ ۽ بين الاقوامي سطح تي پاڪستان ۾ سائنسي ڪم جي نمائندگي ڪرڻ.

**پاڪستان اڪيڊمي آف ليٽرز** (ڏسو: اڪادمي ادبيات پاڪستان- جلد 1)

**پاڪستان انٽرنيشنل ايئرلائينز:** هن کي عام طور تي پي. آءِ. اي (P.I.A) چيو وڃي ٿو هي پاڪستان جي قومي ايئر لائين آهي. پي. آءِ. اي ايشيا ۾ ايڪنيهون وڏو هوائي سفري ادارو آهي، جنهن جي پاڪستان جي 23 هوائي اڏن کان سواءِ ايشيا، يورپ ۽ اتر آمريڪا جي 36 ملڪن لاءِ سروس موجود آهي. پاڪستان ۾ ڪراچي، لاهور ۽ اسلام آباد- راولپنڊي ۾ وڏا ايئر بيس آهن.




1946ع ۾ قائداعظم محمد علي جناح ملڪ ۾ هوائي سروس جي نيٽ ورڪ جي ضرورت بابت سوچيو ۽ ان وقت جي نامياري تاجر مرزا احمد اصفهانيءَ جي مدد ورتي. جيتوڻيڪ ڪلڪتي ۾ اڳ ۾ ئي "اورينٽ ايئرويز" هلندڙ هئي، جيڪا 23 آڪٽوبر 1946ع تي قائم ٿي. هن سروس پاڪستان جي قيام جي ڏينهن ۾ امدادي سروس مهيا ڪئي ۽ ترت ئي پوءِ ڪراچيءَ تي سروس شروع ڪئي. 7 جون 1954ع تي هتان کان ڍاڪا ڏانهن هوائي سفر جي سروس شروع ڪئي وئي ۽ پاڪستان ۾ قومي سطح تي ٻه ٻيا فضائي رستا تيار ڪيا ويا، جيڪي ڪراچيءَ کان لاهور- پشاور ۽ ڪراچيءَ کان ڪوئيٽا تائين مقرر هئا.

11 مارچ 1955ع تي اورينٽ سروس ۽ پاڪستان سرڪار طرفان نئين تشڪيل ڏنل هوائي سروس سان ضم ڪيو ويو ۽ ائين گڏيل صلاح سان مٿس نالو "پاڪستان انٽرنيشنل ايئرلائينز ڪارپوريشن" رکيو ويو. ساڳئي سال پهرين بين الاقوامي هوائي سروس (ڪراچي کان لنڊن) به شروع ٿي. 1959ع ۾ ملڪ نور خان کي پي. آءِ. اي جو مئنيجنگ ڊائريڪٽر مقرر ڪيو ويو.

آهستي آهستي بين الاقوامي سطح جي پروازن ۾ اضافو ٿيندو ويو. 1965 ۽ 1971ع وارين جنگين دوران پاڪستان ايئرلائينز پاڪستاني فوج جي وڏي مدد ڪئي هئي.

پهرين اپريل 1972ع تي پي. آءِ. اي لنڊن- نيويارڪ سروس جو آغاز ڪيو ويو پهرينءَ نومبر 1972ع تي تاريخ ۾ پهريون دفعو ڪوئيٽا، پشاور، راولپنڊي ۽ فيصل آباد کي هوائي رستي سان ڳنڍيو ويو 20 جنوري 1973ع تي چين لاءِ سروس شروع ٿي. 30 جنوري 1974ع تي ڪراچيءَ ۽ اسلام آباد وچ ۾ ڊي. سي- 10 جهازن جون اڏامون شروع ٿيون. سيپٽمبر 1974ع ۾ پاڪستان ۽ ڀارت جي وچ ۾ هوائي سروس جي سهوليت جو معاهدو ٿيو 20 نومبر 1978ع تي پي. آءِ. اي وڌيڪ 29 جهاز خريد ڪرڻ جو اعلان ڪيو ته جيئن خليج فارس جي علائقي ۾ اڏامن ۾ وڌيڪ اضافو ڪري سگهجي. ملڪ اندر پي. آءِ. اي جي سروس هر وڏي شهر ۾ آهي، جڏهن ته ٻاهرين ملڪن ۾ دنيا جي 40 وڏن شهرن سان پي. آءِ. اي جو نيٽ ورڪ جڙيل آهي. هن راندين ۽ سياحت جي واڌاري ۾ پڻ اهم ڪردار ادا ڪيو آهي، جڏهن ته ويجهي ماضيءَ کان پي. آءِ. اي ڪجهه مالي بحرانن جو شڪار پڻ رهي آهي.

هن وقت پي. آءِ. اي جو چيئرمين چوڌري احمد مختار (وزيرِ دفاع پاڪستان) آهي. جڏهن ته بورڊ آف ڊئريڪٽرس جا ميمبر هي آهن:

(1) سيد نصير احمد. (2) جاويد اختر. (3) ملڪ نذير احمد. (4) لفٽيننٽ جنرل (رٽائرڊ). (5) سيد اثر علي (وفاقي دفاعي سيڪريٽري). (6) ڪئپٽن محمد اعجاز هارون (مئنيجنگ ڊئريڪٽر، پي. آءِ. اي). (7) پروفيسر ميان اعجاز الحسن. (8) پروفيسر مبشر افتخار. (9) حسن لورائي. (10) شوڪت علي رانا. (11) سلمان صديق (ناڻي وارو وفاقي سيڪريٽري) ۽ (12) محمد شعيب (سيڪريٽري پي. آءِ. اي).

**پاڪستان انجمن هلال احمر:** هن اداري جو قيام 20 ڊسمبر 1947ع ۾ ”پاڪستان ريڊ ڪراس آرڊر“ جي نالي سان پيو. جنهن کي 1973ع تي ”انجمن هلال احمر پاڪستان“ (Pakistan Red Crescent Society) جو نالو ڏنو ويو. هي ادارو معاشري ۾ پٺتي پيل عوام جي فلاح ۽ بهبود لاءِ ڪم ڪري ٿو. جنهن جي بنيادي اصولن ۾ انسانيت، آزادي، رضاڪارانه خدمتون، قومي ايڪو وغيره شامل آهي.




هي ادارو خاص ڪري قدرتي توڙي هٿرادو آفتن جي موقعن تي متاثرن کي مفت امدادي خدمتون سرانجام ڏيندو آهي. هن وقت پاڪستان هلال احمر جون 220 جي لڳ ڀڳ ڊسپينسريون ۽ اسپتالون ملڪ ۾ موجود آهن. ان کان سواءِ فرسٽ ايڊ ٽريننگس، ايمبولنس سروس، رت جي عطيي جمع ڪرڻ جا سينٽر پڻ اٿس. هي ادارو ساليانو 12 لک ماڻهن کي صحت جون سهوليتون فراهم ڪندو آهي.

هن اداري جو صدر، پاڪستان جو صدر هوندو آهي. جڏهن ته هن وقت نائب صدر مسٽر محمد ناصر خان آهي. جڏهن ته مرڪزي سطح تي هن اداري جي چيئرپرسن (وقتي)، سينيٽر نيلوفر بختيار آهي. هن اداري جون صوبائي سطح جون اٺ شاخون آهن. جيڪي سنڌ، پنجاب، سرحد، بلوچستان، فاٽا، آزاد ڪشمير ۽ اترين علائقن ۾ آهن. سنڌ ۾ هن اداري جو صدر ڊاڪٽر عشرت العباد (گورنر سنڌ)، چيئرمين سهيل وجاهت ايڇ. صديقي ۽ سيڪريٽري ڪنور وسيم آهن. انجمن هلال احمر جون شاخون آزاد جموں ڪشمير، فاٽا، اسلام آباد، لاهور، ڪراچي، پشاور، ڪوئيٽا ۽ مظفر آباد ۾ به آهن.

**پاڪستان انڊسٽريل ڊولپمينٽ ڪارپوريشن:** پاڪستان انڊسٽريل ڊيولپمينٽ ڪارپوريشن (PIDC) صنعتي ترقيءَ جي حوالي سان هڪڙو قومي ادارو آهي، جيڪو (شهيد) ذوالفقار علي ڀٽي ان بنياد تي قائم ڪيو هو ته جيئن پاڪستان جي ڏورانهن ۽ پٺتي پيل علائقن ۾ انهن صنعتن جو قيام عمل ۾ آندو وڃي، جتي پاڻيءَ، بجليءَ، پڪن رستن ۽ زندگيءَ جي ٻين بنيادي سهولتن جو تصور ئي محال هو پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جي حڪومت ذوالفقار علي ڀٽي جي سربراهيءَ ۾ خاص ڪري انهن علائقن جي عوام جي بهتريءَ لاءِ PIDC جي ذريعي منصوبه بندي ڪئي ۽ چئني صوبن جي پٺتي پيل ڏورانهن علائقن ۾، جتي ڪا پيداوار يا ڪچو مال دستياب هو اُتي لاڳاپيل صنعتون قائم ڪيون ويون. ان ۾ هيٺ:

- پنجاب ۾: قائداعظم وولن ملز ۽ ٻيون صنعتون:
- سنڌ ۾: شهداد ڪوٽ ٽيڪسٽائل ملز لاڙڪاڻو شگر مل ۽ ٻيون صنعتون.
- خيبر پختونخواهه ۾: ڊير فاريسٽ انڊسٽريز ڪمپليڪس ۽ ٻيون صنعتون.
- بلوچستان ۾: ڪوئٽا ٽيڪسٽائل ملز هرنائي وولن ملز لسٻيلا ٽيڪسٽائل ملز (اوٿل) ۽ ٻيون صنعتون.



پي آءِ ڊي سي بلڊنگ ڪراچي

ان سان انهن ڏتڙيل ۽ پٺتي پيل علائقن جي ماڻهن کي روزگار فراهم ٿيو علائقن ۾ پاڻي، بجلي ۽ پڪا رستا تعمير ٿيا، جن جي ڪري غريب عوام کي زندگيءَ جون بنيادي ضرورتون فراهم ٿيون. جولاءِ 1977ع کان پوءِ مارشل لاءِ حڪومت جتي عوام کي جمهوريت کان محروم ڪيو، اتي پنهنجي عوام دشمن پاليسين ذريعي لکن جي تعداد ۾ پورهيتن کي روزگار کان به محروم ڪري ڇڏيو PIDC رٿا هيٺ قائم صنعتون به انهن منفي پاليسين جو شڪار ٿيون ۽ آهستي آهستي زوال پذير ٿينديون ويون. 1988ع ۾ شهيد محترمه بينظير ڀٽو جي قيادت ۾ وري جڏهن جمهوري حڪومت قائم ٿي ته هن ڏانهن ڌيان ڏنو ويو پر بدقسمتيءَ سان پ پ پ حڪومت کي پنهنجو مدو پورو ڪرڻ نه ڏنو ويو ۽ نوازشريف جي حڪومت اچڻ سان ساڳي ضياءالحق واري پاليسي اختيار ڪئي وئي.

**پاڪستان ايئر فورس:** پاڪستان ايئر فورس 14 آگسٽ 1947ع تي وجود ۾ آئي. ورهاڱي وقت ڀارت طرفان پاڪستان جي رويل ايئر فورس کي تمام ٿورا ۽ غير معياري جنگي آلات فراهم ڪيا ويا ۽ ان وقت رويَل پاڪستان ايئر فورس وٽ صرف 16 ويڙهاڪ جهاز هئا. پاڪستاني ايئر فورس



عملي پي. اي. ايف جي تاريخي شروعات کي محفوظ ڪيو هن فوج جي واڌ ويجهه غير معمولي ڪوشش ۽ قربانين جو نتيجو آهي. شروعاتي دؤر ۾ مرامتي سهوليتن جي اڻ هوند، هدايتڪاريءَ جي کوٽ، مالي خساري جهڙن مسئلن هوندي به هن فوجي اداري شاندار ڪارڪردگي ڏيکاري. هڪ وقت ۾

ايراضيءَ ۽ مالي وسيلن جي گهٽ هجڻ ڪري ايئر فورس کي ايئرڪرافٽ اڏائڻ لاءِ ڏکيايون پيش اچي رهيون هيون. ان ڪري آگسٽ 1951ع ۾ برٽش بلڊ اٽيڪرس جي تعاون سان پاڪستان ايئر فورس جيٽ ايج (Jet Age) واري دؤر ۾ داخل ٿيو. 1965ع جي جنگ دوران هوائي فوج تاريخي ڪردار ادا ڪيو. ان ۾ ڀارت جا 110 ايئر ڪرافٽ تباهه ڪيا ويا. جڏهن ته پاڪستان ايئرفورس جا صرف 16 جهاز تباهه ٿيا. پي. اي. ايف عملي پاڻ کان چار ڀيرا وڏيڪ انگ ۾ ڀارتي فوج کي مُنهن ٽوڙ جواب ڏنو ۽ 1971ع واري جنگ ۾ ڀارت جا 130 جهاز تباهه ڪيا ويا.

پاڪستان ايئر فورس وٽ فني توڙي رابطيڪاريءَ جو جديد نظام موجود آهي. سافٽويئر ڊيٽابيس تحت ڪنٽرول سنڀالينڊڙ ايئرفورس مڪمل طور تي اليڪٽرانڪ نيٽ ورڪ تحت ڪم ڪري رهي آهي.

پاڪستان ايئر فورس وٽ 3000 اعليٰ تربيت يافته پائلٽ آهن. پي. اي. ايف جو هيڊڪوارٽر اسلام آباد ۾ آهي. هن وقت تائين پاڪستان ايئرفورس، 1947ع کان وٺي پاڪ-ڀارت جنگي حالتن، 1965ع ۽ 1971ع وارين پاڪ- ڀارت جنگين، 1967ع جي عرب- اسرائيل جنگي حالتن (ڇهن مهينن لاءِ)، 1973ع عرب- اسرائيل جنگ، 1988-1979ع سوويت- افغانستان جنگي حالتن کان سواءِ 1999ع ڪارگل وارين جنگي حالتن ۽ 2007ع کان قبائلي علائقن ۾ دهشتگردن خلاف جاري آپريشن ۾ نمايان ڪردار ادا ڪندي آئي آهي.

پاڪستان ايئر فورس وٽ F-7P/PG، F-16A/B، JF-17، Mirage III، Mirage V جنگي جهاز موجود آهن. ان کان سواءِ Aloutte III، Mi-171 هيليڪاپٽر به موجود آهن. هن وقت پي. اي. ايف جا 10 ايئر بيس آهن: (1) مشاف ايئر بيس، سرگوڌا، (2) مسرور ايئر بيس، ڪراچي، (3) فيصل ايئر بيس (ڪراچي، (4) رفيق ايئر بيس شورڪوٽ، (5) پشاور ايئر بيس، (6) سامنگلي ايئر بيس، ڪوئيٽا، (7) ميانوالي ايئر بيس، (8) منهاس ايئر بيس ڪامرا، (9) چڪلالا ايئر بيس، راولپنڊي، (10) رسالپور ايئر بيس آهن. جتي شيلٽر، ڪنٽرول ٽاور، ورڪشاپ، ڊيپو وغيره موجود آهن.

12 اپريل 2006ع تي پاڪستاني حڪومت آمريڪا کان 77 نوان ايف- 16 جهاز خريد ڪرڻ جو فيصلو ڪيو هو جڏهن ته بعد ۾ صرف 44 ايف- 16 جهاز خريد ڪرڻ ۽ ڪجهه بيا مثلاً يورو فائٽر- 2000 ۽ ڊيسالٽ رافيل وغيره به شامل ڪيا ويا آهن. جڏهن ته حڪومت چين کان 50 ڪن 'جي- 10' ويڙهاڪ جهاز خريد ڪرڻ جو فيصلو ڪيو جن مان ڪجهه اڃا خريد ڪرڻا آهن.

هن وقت پاڪ فضائيه جو سربراهه ايئرچيف مارشل رائو قمر سليمان آهي، جنهن 20 مارچ 2009ع تي اهي ذميواريون سنڀاليون. پاڪ فوج سان همقدم پاڪ فضائيه دشمن جي هرحملي جو دفاع ڪرڻ جي صلاحيت رکي ٿي.

**پاڪستان براڊ ڪاسٽنگ ڪارپوريشن:** پاڪستان ۾ نشريات جو آغاز پاڪستان ٺهڻ واري ڏينهن يعني 14 آگسٽ 1947ع کان ٿيو سڀ کان پهرين




ريڊيو اسٽيشنون ڍاڪا، لاهور ۽ پشاور ۾ قائم ڪيون ويون. 1948ع ڌاري ملتان اسٽيشن قائم ٿي، 1956ع ۾ ڪوئٽا ريڊيو اسٽيشن قائم ڪئي وئي. 1970ع ڌاري ملتان اسٽيشن قائم ڪئي وئي ۽ اسلام آباد ٽريننگ مرڪز ڪوليو ويو جڏهن ته ريڊيو جي بين الاقوامي نشريات 21 اپريل 1973ع کان شروع ٿي، پوءِ 1974ع ۾ خيرپور اسٽيشن ۽ 1975ع ۾ بهاولپور ريڊيو جو اضافو ڪيو ويو.

پاڪستان براڊ ڪاسٽنگ هائوس 1977ع ڌاري منتقل ڪيو ويو. پوءِ ملڪ جي ڏورانهين علائقن ۾ ريڊيو اسٽيشنون قائم ڪيون ويون. جن ۾ گلگت (1977ع)، اسڪردو (1977ع)، تربت (1981ع)، ڊيرو اسماعيل خان، خضدار سميت فيصل آباد ۾ پڻ نشرياتي ٽرانسميٽر لڳايا ويا. بعد ۾ 1990ع کان پوءِ سبي، ايبٽ آباد، چترال، لورالائي ۽ ژوب ۾ نشرياتي سهولتون مهيا ڪيون ويون. هن وقت بلوچستان ۾ 7، سنڌ ۾ 5، پنجاب ۾ 7، خيبر پختونخوا ۾ 6، اترين علائقن ۾ 2، آزاد جمون ڪشمير ۾ 3 ۽ وفاق ۾ هڪ ريڊيو اسٽيشن نشريات ڪري رهي آهي. آڪٽوبر 1998ع ۾ ريڊيو پاڪستان طرفان ايف ايم ٽرانسميشن جو آغاز ڪيو ويو هن وقت گوادر، ميانوالي، سرگوڌا، ڪوهاٽ، بنون، دادو، حيدرآباد ۽ مٺي (ٿرپارڪر) ۾ پڻ ايف ايم ريڊيو جي نشريات هلي رهي آهي. جڏهن ته پاڪستان جي وڏن شهرن ۾ نيشنل هاءِ وي تي پرائيويٽ ايف. ايم چئنل پڻ نشريات ڪري رهيا آهن. پي. بي. سي جي مختلف ريڊيو اسٽيشنن تان 31 ٻولين ۾ لڳ ڀڳ 149 نيوز بليٽن روزانو نشر ٿين ٿا.

**پاڪستان تحريڪِ انصاف:** هي پاڪستان جي هڪ سياسي جماعت آهي. پاڪستان ڪرڪيٽ ٽيم جو اڳوڻو ڪپتان عمران خان هن جماعت جو سربراهه آهي. پاڪستان تحريڪِ انصاف جو نعرو "انصاف، انسانيت ۽ ذاتي مرتبو" آهي. پاڪستان تحريڪِ انصاف جو بنياد 1996ع ۾ پيو. هن پارٽيءَ



وجود ۾ اچڻ کان وٺي اڄ تائين صرف 2008ع وارين چونڊن جو بائيڪاٽ ڪيو. جنهن جو سبب تڏهوڪي صدر پرويز مشرف جي پاليسين سان اختلافن کان سواءِ پاڪستان جي چيف جسٽس، جسٽس افتخار محمد چوڌريءَ کي گهر ۾ نظربند ڪرڻ پڻ هو. جنهنڪري پارٽيءَ جي سيني ميمبرن پنهنجا نامزدگي فارم ميڊيا جي سامهون ڦاڙي احتجاج رڪارڊ ڪرايو.

پاڪستان تحريڪ انصاف جي ميمبرشپ مهم، پارٽيءَ جي قائد عمران خان هلائي ۽ ملڪ جي ماڻهن کي پارٽيءَ جي ايجنڊا بابت وڌيڪ آگاهي ڏني. ڪافي وقت تائين اها مهم جاري رهي ۽ تمام وڏي پيماني تي ڪامياب به ٿي. ڏيڍ لک جي لڳ ڀڳ ماڻهن سان گڏ 500 کن وڪيلن به ان جماعت ۾ شموليت اختيار ڪئي.

هن جماعت جي منشور جو مکيه متن آهي ته "تحريڪ انصاف جي جدوجهد قائداعظم ۽ علامه اقبال جي فڪر جي روشنيءَ ۾ هڪ جديد اسلامي جمهوري ۽ سماجي استحصال کان پاڪ معاشرو قائم ڪري تبديلي آڻيندي." آزاد عدليه ۽ سستي انصاف واري خواب جي تعبير لاءِ جاکوڙ ڪئي ويندي. تعليمي ايمرجنسي لاڳو ڪري پوري ملڪ ۾ هڪجهڙو تعليمي نظام لاڳو ڪري، ميٽرڪ تائين لازمي تعليم قرار ڏني ويندي. هن

جماعت پنهنجي منشور ۾ اهو به چاڻايو آهي تہ صحت ۽ علاج لاءِ "شوڪت خانم اسپتال" جهڙا فلاحي ادارا پوري ملڪ ۾ کوليا ويندا، امن امان لاءِ عملي قدم کنيا ويندا ۽ آزاد پرڏيهي پاليسي اختيار ڪئي ويندي ۽ صوبائي خودمختياريءَ کي يقيني بڻايو ويندو.

**پاڪستان ٽوئرزم ڊيولپمينٽ ڪارپوريشن** (PTDC): هيءَ ڪارپوريشن مارچ 1970ع ۾ قائم ڪئي وئي. ان کان اڳ 1965ع ۾ سياحت جي ترقيءَ لاءِ هڪ ماسٽر پلان بہ تيار ڪيو ويو هو ۽ ان سلسلي ۾ پيرس جي ماهرن جي مشهور فورم (SEMA) جون خدمتون بہ حاصل ڪيون ويون هيون. پاڪستان ۾ وزارت سياحت جي قائم ٿيڻ کان فوراً پوءِ، سياحت جي واڌاري لاءِ غير ملڪي ماهرن جي مدد سان پنج سالہ جامع منصوبو (1975ع- 1980ع) ٺاهيو ويو. ڪارپوريشن جو انتظام بورڊ آف ڊائريڪٽرز هلائيندو آهي. سڀني ڊائريڪٽرن جي مقرري وفاقي حڪومت ڪندي آهي.

**پاڪستان ٽيليويزن ڪارپوريشن:** هيءَ ڪارپوريشن حڪومت جو هڪ اهم ادارو آهي. ڪراچي، لاهور، راولپنڊي، اسلام آباد، پشاور ۽ ڪوئيٽا ٽيليوزن اسٽيشنن کي هلائي



رهيو آهي. هن جي آمدنيءَ جو دارومدار تجارتي اشتهارن تي ۽ لائيسنس جي فنڊ تي آهي. ڪارپوريشن ملڪ جي ماڻهن کي تفريح ڏيڻ لاءِ ڪيترن شهرن ٽاٽي بولاخان، روجهاڻ، دادو، شڪارپور، ٽنڊي الهيار، موري، ساهيوال، رحيم يار خان، شجاع آباد، فيصل آباد، وزير آباد، مالاڪنڊ، احمد پور شرقيہ، ڪوهلي، بهاول پور، سون سڪيسر، ٽنڊياڻي ۾ بوسٽر هنيا ويا آهن. 22 ڊسمبر 1972ع تي پاڪستان ٽيليوزن جو رابطو هندي وڏي سمنڊ مٿان هلندڙ آمريڪي مصنوعي سياري انٽرنيٽ سان ڪيو ويو آهي، جنهن جي ذريعي پاڪستاني ڏسندڙ سمنڊ پار ملڪن جا ٽيليوزن پروگرام بہ ڏسي سگهندا آهن. آزمائشي طور تي ڪراچي اسٽيشن کي 15 نومبر 1972ع تي فضائي اسٽيشن سان ملايو ويو آهي. 1977ع ۾ پاڪستان ٽيليويزن ڪارپوريشن رنگين پروگرام پيش ڪيا. پاڪستان ٽيليوزن ڪارپوريشن پنهنجن ملازمن کي مختلف شعبن ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ تربيت بہ ڏيندي آهي. ان سلسلي ۾ اسلام آباد ۾ سينٽرل ٽيليوزن ٽريننگ انسٽيٽيوٽ ۽ ايشين ٽيليوزن نيوز سروس ڪم ڪري رهي آهي. پاڪستان ٽيليويزن تان پيش ڪيل ڊراما پوري ايشيا ۾ مشهوري ماڻي چڪا آهن. جڏهن تہ هن اداري ملڪ جي مختلف علائقن سان گڏ سنڌ مان بہ ڪيترائي اداڪار، صداڪار، گلوڪار، ڪمپيئر نيوز ڪاسٽر متعارف ڪرايا آهن. جن شوبز جي دنيا ۾ ناماڻ ماڻيو. هن وقت پي ٽي وي نيشنل، پي ٽي وي گلوبل، پي ٽي وي نيوز، پي ٽي وي ورلڊ ۽ پي ٽي وي بولان وغيره جي نشريات پڻ پوري ملڪ سميت سڄي دنيا ۾ ڏٺي پئي وڃي.

**پاڪستان پوسٽ آفيس:** هي ملڪ جو سڀ کان پراڻو وفاقي ادارو آهي، جيڪو برصغير جي 150 سالن تي محيط آهي. پاڪستان جي قيام کان پوءِ هن اداري کي پوسٽ آفيس ايڪٽ نمبر6 تحت 1898ع ۾ ٽيليفون ۽ ٽيليگراف کاتي طور تبديل ڪري سنڌس واڳ مواصلات واري وزارت جي حوالي ڪئي وئي. پهرين جولاءِ 1962ع تي هن کي ٻن ڌار ڌار کاتن جهڙوڪ: پاڪستان پوسٽ آفيس، ٽيليفون ۽ ٽيليگراف کاتي ۾ تبديل ڪيو ويو. پاڪستان پوسٽ آفيس کاتي کي ڊائريڪٽر جنرل هلائي ٿو ان




کان سواءِ مواصلات وارو وفاقي ايڊيشنل سيڪريٽري پڻ هن کي سنڀالي ٿو. پوسٽ هيڊ ڪوارٽر ۾ ڊائريڪٽر جنرل جي هٿ هيٺ ايڊيشنل ڊائريڪٽر جنرل، ڊائريڪٽر، بيا آفيسر ۽ اسٽاف ڪم ڪري ٿو. سڄي ملڪ ۾ 8 پوسٽل سرڪلز هيڊڪوارٽر لاهور، ڪراچي، پشاور، ڪوئيٽا، راولپنڊي، حيدرآباد، اسلام آباد ۽ ملتان ۾ قائم آهن. هر سرڪل ۾ پوسٽ ماسٽر جنرل انتظام سنڀاليندو آهي.

پوسٽ آفيس جو ڪم ملڪي توڙي بين الاقوامي سطح تي ٽپال جون سهوليتون فراهم ڪرڻ آهي. هن وقت سڄي ملڪ ۾ 10000 پوسٽ آفيسون قائم ٿيل آهن. اهي پوسٽ آفيسون ٽپال سان گڏوگڏ سيونگز بئنڪن طور ڪم ڪار ڪنديون آهن. سيونگ بئنڪن طور اهي اسپيشل سيونگز اڪائونٽس، سرٽيفڪيٽس، پوسٽل ڊرافٽس، سروسز، ماهوار آمدني اڪائونٽس، ڊفينس سيونگز سرٽيفڪيٽس ۽ پوسٽل گروپ اڪائونٽس، جون سهوليتون فراهم ڪري رهيون آهن. ان کان علاوه پاڪستان پوسٽ آفيس پاران پوسٽل لائيف انشورنس جون سهوليتون پڻ عوام کي ڏنيون وڃن ٿيون (وڌيڪ ڏسو: **ٽپال سرشتو ۽ سنڌ**).

**پاڪستان پيپلز پارٽي:** پاڪستان پيپلز پارٽي، پاڪستان جي سڀ کان وڏي وفاقي سياسي پارٽي آهي، جنهن جو باني (شهيد) ذوالفقار علي ڀٽو هو.



هن پارٽيءَ جو بنياد 30 نومبر 1967ع تي لاهور ۾ ٿيل هڪ گڏجاڻي ۾ وڌو ويو ان موقعي تي شهيد ذوالفقار علي ڀٽي کي پارٽي چيئرمئن طور چونڊيو ويو هن پارٽيءَ جو بنياد چئن بنيادي اصولن تي رکيو ويو:

(1) اسلام اسان جو دين آهي.

(2) جمهوريت اسان جي سياست آهي،

(3) سوشلزم اسان جي معيشت آهي،

(4) طاقت جو سرچشمو عوام آهي.

پاڪستان پيپلز پارٽي هڪ عوامي پارٽي طور مشهور آهي، جنهن جو منشور آهي تہ معاشري جي فردن جي برابريءَ واري حيثيت تڏهن ئي بحال ٿي سگهي ٿي، جڏهن جاگيرداڻي نظام کي ختم ڪيو وڃي ۽ غريب هارين ۽ مزدورن کي ان جو حق ڏنو وڃي.

**پس منظر:** ايوب خان 13 جون 1962ع تي پنهنجي ڪابينا جو اعلان ڪيو. ذوالفقار علي ڀٽو جنوري 1963ع ۾ پرڏيهي وزير مقرر ٿيو. 1965ع ۾ پاڪ- ڀارت جنگ لڳي، جنهن ۾ پاڪستان کي سوڀ ٿي، 4 کان 10 جنوري

1966ع ۾ پاڪستان ۽ ڀارت وچ ۾ مصلحتي ٺهراءَ جي حوالي سان تاشقند ۾ هڪ معاهدو عمل ۾ آيو. جنهن کي تاشقند معاهدو" سڏجي ٿو. تاشقند معاهدي ۾ ذوالفقار علي ڀٽو ڪشمير مسئلي جي حل لاءِ بضد هو ته ڪشمير ۾ چونڊون ڪرايون وڃن. هن چاهيو پئي ته ان ڳالهه کي واضح ڪيو



وڃي ته ڪشمير اڪثريت راءِ سان پاڪستان جي حصي ۾ ايندو يا ڀارت جي حصي ۾. پر ان مسئلي جي حل کان سواءِ ئي تڏهوڪي ملڪي صدر ايوب خان 5 ڪروڙ آمريڪي ڊالرن جي امداد ملڻ تي تاشقند معاهدي تي پنهنجو رضانامو پيش ڪيو. جنهن تان صدر ايوب ۽ ذوالفقار علي ڀٽي ۾ اختلاف وڌندا ويا ۽ آخرڪار 26 اپريل 1967ع تي ذوالفقار علي ڀُٽي پرڏيهي وزارت تان استعيفيٰ ڏئي ڇڏي ۽ جنرل ايوب خان جي خلاف جمهوري آواز جي علامت بڻجي اُڀريو. ان بعد ڀٽي صاحب پاڪستاني عوام جي حقن ۽ جمهوريت لاءِ هڪ الڳ جماعت ٺاهڻ لاءِ پنهنجي ويجهن ساٿين ڊاڪٽر مبشر حسن، مخدوم طالب المولىٰ، شيخ رشيد احمد، ملڪ معراج خالد، غلام مصطفيٰ خان جتوئي، غلام مصطفيٰ کر، مير رسول بخش ٽالپر ۽ ٻين سان صلاح مشوري بعد نيٺ 30 نومبر 1967ع تي پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جو بنياد وڌو. ڀٽي صاحب پيپلزپارٽيءَ جي پليٽ فارم تان جمهوريت لاءِ جدوجهد تيز ڪئي، نتيجي ۾ ايوب خان مارچ 1969ع ۾ پنهنجي عهدي تان استعيفيٰ ڏني. ان وقت اقتدار جنرل يحييٰ خان جي حوالي هو. جنهن بعد جنرل يحييٰ خان جي انتظام هيٺ 1970ع ۾ ملڪ ۾ ون يونٽ ٽٽڻ کان پوءِ پهريون جمهوري چونڊون ٿيون ۽ تنهن وقت ۾ پيپلز پارٽيءَ جو نعرو ”اٽو، لٽو ۽ اجهو“ (روٽي، ڪپڙا اور مڪان) ڏاڍو مقبول ٿيو. 1970ع واري اليڪشن ۾ هن جماعت اولهه پاڪستان جي چئني صوبن مان 138 قومي اسيمبلي جي سيٽن تان 81 سيٽون کٽي ڪاميابي ماڻي ۽ اوڀر پاڪستان مان عوامي ليگ 162 قومي اسيمبلي جي سيٽن مان 160 سيٽون کٽي ڪامياب ٿي، پر ان دوران عوامي ليگ کي حڪومت نه ملڻ سبب گهرو ويڙهه شروع ٿي وئي ۽ اوڀر پاڪستان بنگلاديش جي صورت ۾ الڳ ٿي ويو.

1971ع کان 1977ع تائين پ پ پ حڪومت ملڪ اندر سياسي، سماجي ۽ معاشي حالتن ۾ تمام وڏي ۽ مثبت تبديليءَ آڻي، ملڪ کي ترقيءَ جي راهه تي گامزن ڪيو.

پيپلزپارٽيءَ 1971ع کان 1977ع تائين ملڪ جي اثاثن کي محفوظ ڪيو ۽ ڪيترائي صنعتي يونٽ شروع ڪيا، جنهن جو مثال پاڪستان جي پهرين اسٽيل مل جو قيام، تربيلا وٽان سنڌو درياهه جي پاڻيءَ مان بجلي پيدا ڪرڻ وارو تربيلا ڊيم ٺاهڻ هو. زارعت کي جديد تر مشينري ۽ جديد طرز طريقن سان وڌيڪ لاڀائتو بنايو ويو. شگر ملن ۽ سيمينٽ فيڪٽرين جو قيام ٿيو. بئنڪن ۽ انشورنس ڪمپنين کي سرڪاري تحويل ۾ ورتو ويو ۽ پاڪستان جي دفاع لاءِ جوهري پروگرام به تيار ڪيو ويو.

مارچ 1977ع ۾ ذوالفقار علي ڀُٽي وري چونڊون ڪرايون ته ان وقت حڪومت جي مخالفت ۾ وينل پارٽين پاڻ ۾ اتحاد جوڙيو ته جيئن پي پي پي کي هارائي سگهجي، هن اتحاد کي Pakistan National Alliance (پي. اين. اي) جو نالو ڏنو ويو. مارچ 1977ع ۾ قومي اسيمبليءَ جي 200 سيٽن مان پي پي پي 155 سيٽون کٽي وري آمريت کي جمهوريت آڏو گوڏا کوڙائڻ تي مجبور ڪيو. پر پي اين اي نتيجن کي قبول نه ڪيو ۽ ملڪ ۾ انتشار ڦهلجي ويو. جنهنڪري فوجي آمر جنرل ضياءَ الحق 4 جولاءِ 1977ع تي اقتدار تي قبضو ڪيو.

1977ع ۾ جيئن ئي ڀٽي صاحب کي قيد ڪيو ويو ته بيگم نصرت



ڀٽو کي پارٽي چيئرپرسن طور مقرر ڪيو ويو (ڏسو: **بيگم نصرت ڀٽو**). بينظير ڀٽو کي پارٽيءَ جي شريڪ چيئرپرسن بڻايو ويو. عوام جي پسنديده ليڊر ۽ پ پ پ جي باني ذوالفقار علي ڀٽي کي، جنرل ضياءَ الحق جي سازش تحت عدالتي حڪم ذريعي 4 اپريل 1979ع تي ڦاهي ڏني وئي. ڀُٽي صاحب جي شهادت تي هزارين پارٽي ڪارڪنن ۽ عوام سخت احتاج ڪيو. جن کي بدترين تشدد جو نشانو بنايو ويو. هزارن جي تعداد ۾ جيل ڀيڙا ٿيا، ڪيترن کي ڪَوڙا هنيا ويا. ايتري قدر جو عورتن کي به تذليل جو نشانو بڻايو ويو. جيتوڻيڪ پي پي پي خلاف ضياءُ الحق ماڻهن ۾ نفرت ڀرڻ چاهي، پر هڪ به ڪارڪن پنهنجي پارٽيءَ سان غداري نه ڪئي.

پيپلز پارٽي اڳتي هلي ضياءُ الحق جو چئلينج قبول ڪيو ۽ پارٽي ڪارڪنن توڙي ساٿين کي اليڪشن لاءِ تيار ڪيو ۽ وڏي اڪثريت سان هيءَ جماعت هڪ ڀيرو ٻيهر چونڊون کٽي آئي، ان دوران 9 سياسي جماعتون، جن ۾ پاڪستان نيشنل الائنس جون به پارٽيون شامل ٿيون، جمهوريت جي بحاليءَ جي هڪ نقطي تي گڏ ٿيون ۽ هڪ اتحاد جوڙيو ويو. جنهن کي ايم. آر. ڊي تحريڪ جي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو(**ڏسو: ايم. آر. ڊي**)، 1983ع ۾ سنڌ جو عوام فوج جي آمهون سامهون ٿي بيٺو ۽ سنڌ جي پر امن ماڻهن کي فوجي طاقت سان دٻائڻ لاءِ چيٿاڙيو ۽ گولين جو ڪاڄ بڻايو ويو.1986ع ۾ جڏهن بينظير ڀٽو جي واپسيءَ تي لاهور ۾ لکين ماڻهن سندس شاندار استقبال ڪيو ته اهڙي صورتحال ۾ جنرل ضياءُ الحق جون وايون بتال ٿي ويونديون ويون ۽ ڪجهه عرصي کان پوءِ هن پنهنجي مقرر ڪيل وزيراعظم محمد خان جوڻيجي کي وزيراعظم جي ڪرسيءَ تان هٽائي ڇڏيو ۽ 29 مئي 1988ع تي اسيمبلي ٽوڙي ڇڏي. ضياء الحق جو موت 17 آگسٽ 1988ع تي فضا ۾ C-130 جهاز تباهه ٿيڻ سبب ٿيو.

ضياءُ الحق جي موت کان پوءِ ملڪ ۾ وري ٻيهر چونڊن جو سلسلو



جاري ٿيو ۽ 1988ع واري چونڊ ۾ پيپلز پارٽي قومي اسيمبلي جي 207 سيٽن مان 92 سيٽون کٽي ڪاميابي حاصل ڪئي ۽ بينظير ڀٽو شهيد اسلامي دنيا جي پهرين عورت وزيراعظم طور حلف کنيو. پر هميشه جيان ان حڪومت کي به مدو پورو ڪرڻ نه ڏنو ويو ۽ 6 آگسٽ 1990ع تي صدر اسحاق خان چونڊيل حڪومت کي ختم ڪري ڇڏيو.

آڪٽوبر 1990ع واري اليڪشن ۾ پي پي پي، تحريڪ- استقلال ۽ تحريڪ نفاذ فقہ جعفريہ جي گڏيل اتحاد سان"پاڪستان ڊيموڪريٽڪ الائينس"(PDA) جي نالي سان چونڊن ۾ حصو ورتو، جنهن ۾ قومي اسيمبليءَ جي 107 سيٽن مان 46 سيٽون حاصل ڪري سگهي ۽ "اسلامي جمهوري اتحاد" (IJI) جنهن جو اڳواڻ نواز شريف هو، اهو اتحاد اڪثريت سان ڪامياب ٿيو ۽ مسلم ليگ (نواز) حڪومت ناهي ۽ نواز شريف وزيراعظم ٿيو، جيڪو بہ گهڻو وقت نہ هلي سگهيو. 1993ع وارين چونڊن جي نتيجي ۾ پ پ پ کي وري اقتدار مليو، تڏهن بہ پ پ حڪومت کي ڪمزور ڪرڻ جي سازش ڪئي وئي، سيپٽمبر 1996ع ۾ بينظير ڀٽو جي بهادر ڀاءُ مير مرتضيٰ ڀٽي کي شهيد ڪيو ويو ۽ ان وقت مخالفن پاران بينظير حڪومت ۽ خاص ڪري هاٿوڪي ملڪي صدر آصف علي زرداريءَ تي بدعنوانين جا الزام لڳايا ويا، نتيجي ۾ پارٽيءَ جي ٺهرايل صدر فاروق لغاريءَ، 5 نومبر 1996ع تي چونڊيل اسيمبليون ٽوڙي پ پ جي حڪومت ختم ڪئي وئي.

ان بعد فيبروري 1997ع دوران نواز ليگ چونڊن کٽڻ بعد حڪومت ناهي، وري 12 آڪٽوبر 1999ع تي جنرل پرويز مشرف، نوازشريف حڪومت جو تختو اونڌو ڪري اقتدار تي قابض ٿيو ۽ 2002ع ۾ عام چونڊون ڪرائي 2007ع تائين اقتدار ۾ رهيو (ڏسو: **پرويز مشرف**) ۽ پاڪستان مسلم ليگ (ق) نالي جماعت ٺهرائي ۽ پنهنجي حمايت ۾ ان کي استعمال ڪيائين. اهو سمورو عرصو پ پ قيادت مخدوم امين فهيم جي هٿ هيٺ ڪم ڪري رهي هئي، جاڪاڻ تہ بينظير ڀٽو خود ساخته جلاوطن ٿي دبئيءَ ۾ وڃي رهي هئي ۽ سندس وَر آصف علي زرداري 2005ع تائين جيل ۾ رهيو.

2007ع ۾ اعلانيل عام چونڊن ۾ پيپلز پارٽيءَ چونڊن ۾ بيهڻ جو اعلان ڪيو ۽ بينظير ڀٽو ڏيهہ موٽڻ جو فيصلو ڪيو، سندس زندگيءَ کي جيتوڻيڪ خطرا هئا، پر هن آڪٽوبر 2007ع ۾ دبئيءَ ۾ هڪ پريس ڪانفرنس ۾ واضح اعلان ڪيو تہ: "آئون پنهنجي عوام وٽ ضرور وينديس ۽ جمهوريت لاءِ جدوجهد جاري رکنديس". ان اعلان بعد پيپلز پارٽيءَ جي ڪارڪنن ۾ ولولو پيدا ٿيو. 18 آڪٽوبر 2007ع تي ڪراچيءَ ۾ محترمہ جو لکين ماڻهن استقبال ڪيو، ان موقعي تي دهشتگردن خودڪش بم حملو ڪيو جنهن ۾ 150 کان وڌيڪ ڪارڪن ۽ عام ماڻهو شهيد ٿيا، پر محترمہ بينظير پوءِ بہ همت جو مظاهرو ڪندي چونڊن جا جلسا هر وڏي ننڍي شهر ۾ ڪيا، سندس راولپنڊيءَ وارو جلسو هن جي شهادت جو باعث بڻيو جتي



قاتلن هڪ منصوبي تحت محترمہ تي فائر ۽ ڌماڪا ڪري کيس شهيد ڪيو. ان ردعمل ۾ لکين ڪارڪن اٿلي پيا. مسلسل (3) ٽن ڏينهن تائين هلندڙ احتجاج سبب ملڪي معيشيت تي بہ برو اثر ٿيو. ان سانحي بعد پيپلز پارٽيءَ جي مرڪزي ڪاميٽيءَ جي فيصلي تحت بلاول ڀٽي زرداريءَ کي پارٽيءَ جو چيئرمئن ۽ آصف علي زرداريءَ کي پيپلز پارٽيءَ جي شريڪ چيئرمئن طور چونڊيو ويو. محترمہ بينظير ڀٽو جي

شهادت سبب ملتوي ٿيل چونڊون فيبروري 2008ع ۾ ٿيون، جنهن ۾



پيپلز پارٽي وڏي اڪثريت سان چونڊون کٽي آئي ۽ مختلف پارٽين سان گڏجي حڪومت ناهيائين. ڪجهہ عرصي کان پوءِ نواز ليگ ڪجهہ اختلافن سبب وفاقي ڪابينا مان ڌار ٿي، مارچ 2008ع کان پ پ پ اقتدار ۾ آهي ۽ آصف علي زرداري ملڪ جو چونڊيل صدر ۽ يوسف رضا گيلاني وزيراعظم جي عهدي تي فائز آهن.

**پاڪستان پيپلز پارٽي** (شهيد ڀٽو): پاڪستان پيپلز پارٽيءَ مان ڌار ٿيل هڪ سياسي جماعت جو خالق شهيد ذوالفقار علي ڀٽو جو فرزند ۽ شهيد بينظير ڀٽو جو ڀاءُ مير مرتضيٰ ڀٽو هو. مير مرتضيٰ ڀٽي جي شهادت کان پوءِ سندس بيوه غنويٰ ڀٽو پاڪستان اچي پنهنجي مڙس جي شهادت جو ڪيس وڙهيو ۽ پارٽيءَ جي واڳ سنڀالي (ڏسو: **ڀٽو مير مرتضيٰ- جلد ٻيو**).



مير مرتضيٰ ڀٽو پنهنجي حياتيءَ ۾ شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جي ناهيل پيپلز پارٽيءَ جي بنيادي منشور تي قائم رهيو ۽ هن بيگم نصرت ڀٽو کي پيپلز پارٽيءَ جي تاحيات چيئرپرسن رهڻ واري مطالبي تي زور ڀريو. پنهنجي ڀيڻ محترمہ بينظير ڀٽو سان بہ ڪيترائي تنظيمي اختلاف رهيا. جڏهن مير مرتضيٰ ملڪ کان ٻاهر جلاوطن هو تہ محترمہ بينظير ڀٽو کيس ڏيهہ اچڻ کان ان ڪري روڪيندي هئي، جو سندس حياتيءَ کي خطرو هو. مير مرتضيٰ ڀٽو 16 سالن جي ڊگهي جلاوطنيءَ کانپوءِ جڏهن نومبر 1993ع ۾ وطن موٽيو تہ سندس حمايتن هن جو ڀرپور استقبال ڪيو. ڏيهہ اچڻ کانپوءِ هن پ. پ (شهيد ڀٽو) کي منظم ڪرڻ لاءِ ڪوششون ڪيون ۽ چونڊ وڙهي سنڌ ۾ هڪ صوبائي سيٽ کٽي. سنڌ اسيمبليءَ ۾ اچڻ ۽ سياست ۾ سرگرم رهڻ ايجنسين کي شايد گوارا نہ رهيو، ان ڪري 20 سيپٽمبر 1996ع جي رات هڪ هٿيار بند حملي ۾ مير مرتضيٰ کي سندس آبائي بنگلي ستر ڪلفٽن آڏو ساٿين سميت شهيد ڪيو ويو تہ ان واقعي سبب ملڪ ۾ وڏو وڳوڙ ٿيو اڳتي هلي بينظير حڪومت کي سندن ئي چونڊيل صدر فاروق لغاريءَ برطرف ڪيو (وڌيڪ ڏسو: **بينظير ڀٽو- جلد پهريون**).



پيپلز پارٽي شهيد ڀٽو گروپ کي باقاعدي 1997ع ۾ غنويٰ ڀٽو نئين جوڙجڪ سان سنڀاليو پاڻ ان جي چيئرپرسن بڻي. هن پارٽيءَ چونڊن ۾ حصو بہ ورتو. مير مرتضيٰ جي نياڻي فاطمہ ڀٽو (ڏسو: **ڀٽو فاطمہ- جلد ٻيو**) پڻ پارٽيءَ کي فعال رکڻ ۾ ڀرپور ڪردار ادا ڪندي رهي ٿي. 2008ع وارين چونڊن ۾ هن پارٽيءَ کي سوڀ حاصل نہ ٿي.

پيپلز پارٽي (شهيد ڀٽو گروپ) شهيد ذوالفقار علي ڀٽي واري پارٽي منشور کي ئي اپنايو، پر مير مرتضيٰ پنهنجي حياتيءَ ۾ کي نوان نعرا بہ

متعارف ڪرايا. جهڙوڪ: (1) بي زمين هارين کي زمين، (2) بي گهر ماڻهن کي گهر، (3) بيروزگارن کي روزگار، (4) صوبن کي سمورا اختيار ۽ (5) عام ماڻهو جي جان ۽ مال جو تحفظ وغيره.

سنڌ پيپلز اسٽوڊنٽس فيڊريشن (ش. پ) هن جماعت جي ذيلي تنظيم آهي.

**پاڪستان پيپلز پارٽي** (شيرپائو): هيءَ پيپلز پارٽيءَ کان الڳ ٿيل هڪ ڌڙو آهي. پيپلز پارٽيءَ جي هڪ اهم اڳواڻ ۽ ناميارِي سياستدان آفتاب احمد شيرپائوءَ، پارٽيءَ سان تنظيمي اختلاف رکندي علحدگي اختيار ڪئي ۽ 2002ع ڌاري هڪ الڳ پارٽيءَ جو بنياد وڌو، جيڪا پاڪستان پيپلز پارٽي (شير پائو گروپ) سڏجي وئي. هن پارٽيءَ جو بنيادي نظريو ساڳيو پيپلز پارٽيءَ وارو اسلامي سوشلزم ۽ سماجي جمهوريت تي ٻڌل آهي. 2002ع وارين چونڊن ۾ هن پارٽيءَ پختونخواه صوبي مان قومي اسيمبليءَ جون ٻه سيٽون کٽيون هيون ۽ 2008ع وارين عام چونڊن ۾ هن پارٽيءَ قومي اسيمبليءَ جي صرف هڪ سيٽ کٽي ۽ خيبر پختونخوا جي صوبائي اسيمبليءَ جون 6 سيٽون کٽيون آهن. (وڌيڪ ڏسو: آفتاب احمد شيرپائو- جلد ٻهريون).



**پاڪستان پينل ڪوڊ** (ڪتاب): هي ڪتاب عبدالحڪيم ڪرل جو لکيل آهي. جنهن ۾ پوليس جي تربيت بابت قانوني ضابطا ۽ شقون درج ٿيل آهن. هي ڪتاب آءِ جي سنڌ جي حڪم نامي سان لکيو ويو ۽ ان ۾ پاڪستان جي پوليس پاليسي، ان جي قاعدن ۽ ڪاررواين جو جامع دستاويز موجود آهي. هي ڪتاب سي.ايس.ايس جي شاگردن لاءِ پڻ گهڻي اهميت جوڳو آهي. ڊيمي سائيز، جلد ڪچي واري هن ڪتاب ۾ 349 صفحا آهن ۽ قيمت 130 رپيا ڄاڻايل آهي. هي ڪتاب عبدالستار ڪرل (سب انسپيڪٽر پوليس ۽ لا انسٽرڪٽر) 1994ع ۾ شايع ڇپائي پڌرو ڪيو

**پاڪستان جا بحران ۽ انهن جو حل** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ناميارِي سياستدان ۽ اديب ڊاڪٽر مبشر حسن جي ڪتاب جو سنڌي ترجمو آهي، جنهن کي نوجوان ليکڪ ۽ ناول نگار منير چانڊيي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ پاڪستان جو سمورو منظرنامو، درپيش مسئلن ۽ سازشن جو تفصيلي احوال شامل آهي، جنهن ۾ ليکڪ پنهنجي مشاهدي موجب ان سموري منظرنامي جو تجزيو پيش ڪيو آهي. ڊيمي سائيز ۽ رنگين ٽائيٽل تي ڇپيل هيءُ ڪتاب 64 صفحن تي مشتمل آهي، جيڪو 'سينٽر فار پيس اينڊ سول سوسائٽي' پاران سيپٽمبر 2009ع ۾ ڇپايو ويو. ڪتاب جي قيمت پنجاهه رپيا ڄاڻايل آهي.




**پاڪستان جمهوري پارٽي**: پاڪستان جمهوري پارٽيءَ جو قيام، ڇهن سياسي جماعتن- جسٽس پارٽي، قومي جمهوري محاذ، نظام اسلام پارٽي ۽ عوامي ليگ (نصرالله گروپ) جي گڏجڻ سان 1969ع ڌاري عمل ۾ آيو. 27 ۽ 28 سيپٽمبر 1969ع تي ڍاڪا ۾ پارٽيءَ جو آئين منظور ٿيو. 10 ۽ 11 مارچ 1973ع تي آئين ۾ ترميم ۽ اضافو ڪيو ويو. پارٽيءَ جي منشور ۾ ڄاڻايل آهي ته: (1) "نظرياتي پاڪستان جي خيال سان هر حالت ۾ سيني شهرين جو فرض آهي ته قرآن ۽ سنت مطابق عدل ۽ انصاف، مساوات، آزادي، عالمي اخوت ۽ انساني احترام جي اصولن ۽ اسلامي قدرن جي بنياد تي هڪ جمهوري معاشري جي جوڙجڪ ڪن. (2) پاڪستانين جي خوشحاليءَ ۽ اتحاد جي لاءِ ڪم ڪجي. (3) وطن ۽ اهل وطن جي خدمت، ديانتداريءَ ۽ جانفشانيءَ سان ڪجي. ملڪي مفادن کي ذاتي، علائقائي يا گروهي مفادن تي ترجيح ڏجي. بنيادي حق، چونڊن جو طريقو، پرڏيهي پاليسي، بچاءُ، تعليم، اقتصادي پروگرام، محصولات، صحت، رهائش، زمين، زراعت، پريس، ريڊيو ٽيليويزن، عدليه، انتظاميه اردو زبان جي ترويج ۽ شراب تي بندش هن پارٽيءَ جي منشور جا اهم نڪتا هئا.

جنوري 1977ع ۾ جڏهن "پاڪستان قومي اتحاد" جو قيام عمل ۾ آيو ته پاڪستان جمهوري پارٽيءَ کي پاڪستان قومي اتحاد ۾ شامل ڪيو ويو. نوابزادو نصرالله خان هن جماعت جو سربراهه هو. هن 9 اپريل 1977ع تي تحريڪ نظامِ مصطفيٰ جي جلوس جي قيادت به ڪئي هئي. هن قومي اتحاد جي قائم مقام صدر جي حيثيت سان اهم خدمتون انجام ڏنيون. نون گڏيل پارٽين جي اتحاد جو مقصد پيپلزپارٽيءَ جي حڪومت ڊاهڻ هو جنهن ڏس ۾ کين آمريڪا ۽ برطانيا جي حڪومتن جي مدد به حاصل هئي. آخرڪار 5 جولاءِ 1977ع تي انهن پارٽين جي اپيل تي جنرل ضياءُ الحق ملڪ ۾ مارشل لا لاڳو ڪري، پاڪستان پيپلزپارٽيءَ جي جمهوري حڪومت جو خاتمو آندو.

**پاڪستان جو ماضي، حال ۽ مستقبل** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌ جي قومي اڳواڻ جي. ايم. سيد جو لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ پاڪستان جي قيام جو تاريخي پس منظر، ان جي ناهڻ جا سبب، پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ جي صورتحال ۽ پاڪستان جي مستقبل جو تجزيو پيش ڪيل آهي. رنگين ٽائيٽل، پڪي جلد ۽ ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 288 صفحا آهن ۽ قيمت 200 رپيا آهي. هن ڪتاب جو مهاڳ ڪيرت ٻاٻاڻي ۽ تعارف گنگارام سمراٽ لکيو آهي. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو جي. ايم. سيد اڪيڊميءَ طرفان 2003ع ۾ شايع ٿيو. جڏهن ته پهريون ڇاپو ڪيرت ٻاٻاڻيءَ 'سورٺ پبليڪيشن' ممبئيءَ پاران 1992ع ۾ ڇپايو.




**پاڪستان جي تاريخ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب عبدالقيوم "صائب" جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 518 صفحا آهن ۽ قيمت ساڍا ست رپيا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون اداره آواز ادب، حيدرآباد، سال 1961ع ۾ ڇپايو.

**پاڪستان جي پرڏيهي پاليسي** (ڪتاب): شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جو لکيل هي ڪتاب 1965ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ پاران ڇپايو ويو. 186 صفحن تي مشتمل هن ڊيمي سائيز جي ڪتاب جي قيمت اڍائي رپيا آهي. هن ڪتاب تي پابندي به لڳي هئي. هن ڪتاب ۾ ذوالفقار علي ڀٽي جون قومي اسيمبليءَ ۾ پرڏيهي پاليسيءَ تي ڪيل اهي تقريرون شامل آهن، جن

جي ٻولي دانشوراڻي آهي. ڀُٽي صاحب جا خيال ڪٿي سنڌيءَ طرح ۽ ڪٿي اڻ سڌيءَ طرح آمريڪا جي خلاف آهن. جيتوڻيڪ هن ڪتاب ۾ ڪشمير جو مسئلو فوڪس ڪيل آهي، پر ايشيا ۾ چين جي اهميت تي بہ زبردست دليل ڏنا ويا آهن. هن ڪتاب ۾ ذوالفقار علي ڀُٽي پاڪستان جي پرڏيهي پاليسيءَ جي حوالي سان انهن مسئلن کي ڇيڙيو آهي، جيڪي اهميت جوڳا آهن. هن ڪتاب ۾ ڀٽي صاحب پاڪستان جي پرڏيهي پاليسيءَ جو جيڪو خاڪو پيش ڪيو آهي، اهو خودمختيار ۽ آزاد پرڏيهي پاليسيءَ وارو آهي. ان پرڏيهي پاليسيءَ ۾ ڏکڻ ايشيا جي حالتن جو غور سان جائزو ورتو ويو آهي.




هي ڪتاب بين الاقوامي تعلقات ۽ پوليٽيڪل سائنس جي شاگردن لاءِ هڪ ڪارائتو ڪتاب آهي، هن ڪتاب تي جنرل ضياءَ جي حڪومت پاران پابندي وِڌي وئي هئي. جنرل ضياءَ کي ايشيا جو ماڊل ڊڪٽيٽر ان ڪري چيو ويندو آهي جو ايشيا ۾ هن جهڙو سفاڪ آمر ڪو بہ نہ ٿيو آهي. هن هر قسم جي سياسي سرگرمين تي بندش سان گڏ سياسي لٽريچر ۽ پمفليٽن تي بہ پابندي وڌي. سياسي ڪارڪنن ۽ اڳواڻن تي پابنديون لاڳو ڪيون. جنرل ضياءَ الحق، ذوالفقار علي ڀٽي کان ڇرڪيل هو، ان ڪري ديوار تي لکيل نعرو يا اهڙو ڪتاب، جنهن ۾ ذوالفقار علي ڀٽي جو نالو هوندو هو، ان کي غيرقانوني قرار ڏنو ويندو هو. ان ڪري ئي سندس ڪتاب "پاڪستان جي پرڏيهي پاليسي" تي بہ پابندي لاڳو ٿي. هي ڪتاب ذوالفقار علي ڀٽي جي دؤر ۾ سرڪاري طرح شايع ٿيو هو ۽ هر اسڪول، ڪاليج، يونيورسٽيءَ جي لائبرريءَ ۾ موجود هو.

**پاڪستان جي شهريت** (ڪتاب) : هيءُ ڪتاب پروفيسر لطف الله بدويءَ جو لکيل آهي، جيڪو ڪرائون سائيز ۾ آهي، هن ڪتاب ۾ 120 صفحا آهن، ان جو پهريون ڇاپو 1954ع ۾ شايع ٿيو.

**پاڪستان رائٽرز گلڊ**: پاڪستان رائٽرز گلڊ جو قيام 30 جنوري 1959ع تي ڪراچي ۾ عمل ۾ آيو. بابائي اردو ڊاڪٽر عبدالحق هن جو پهريون ميمبر بڻيو. اپريل 1940ع ۾ ڪراچي، لاهور ۽ ڍاڪا ۾ مقامي چونڊون منعقد ٿيون، ان جامول ۽ مقصد هي هئا:

1. اظهار جي آزاديءَ لاءِ ضروري قدم کڻڻ.
2. ليکڪن، شاعرن ۽ اديبن کي تحفظ فراهم ڪرڻ تہ جيئن اُهي ادب جي ميدان ۾ پنهنجيون خدمتون آزاديءَ سان سرانجام ڏئي سگهن.
3. گلڊ جي ميمبرن کي ادبي تخليقن جي اشاعت جي سلسلي ۾ گهربل امداد ۽ سهولت مهيا ڪرڻ.
4. پاڪستان جي سمورين زبانن جي تصنيفن کي دنيا ۾ متعارف ڪرائڻ لاءِ ادبي تخليقن کي شايع ڪرڻ جو بندوبست ڪرڻ.
5. گلڊ جي ميمبرن تي مشتمل ادبي وفد کي ٻاهرين ملڪن ۾ موڪلڻ جو اهتمام ڪرڻ.
6. ڪاپي رائٽ ايڪٽ يا لاڳاپيل قانوني دفعن ۾ اهڙين ترميمن جي سفارش ڪرڻ ۽ ان کي لاڳو ڪرائڻ ، جن سان ادبي ڪاوشن ۽ سرگرمين لاءِ حق خدمت يا معاوضي جي طور تي مصنفن کي حاصل ٿيڻ وارن مالي مفادن کي مڪمل قانوني تحفظ ملي سگهي ۽ انهن کي پنهنجي خيال جي اظهار ڪرڻ جي مڪمل آزاديءَ جي ضمانت حاصل ٿي سگهي.
7. انهي قسم جي ٻين بين الاقوامي ادارن سان اتحاد قائم ڪرڻ، بشرطيڪ اهي ادارا سياسي بنياد تي قائم نہ ٿيا هجن ۽ اهو اتحاد ڪنهن بہ صورت ۾ پاڪستان جي قومي مفاد جي خلاف نہ هجي.
8. ملڪ جي ٻين ادبي ۽ ثقافتي ادارن کي پنهنجو پاڻ سان ملائڻ ۽ ضرورت مطابق انهن جي مالي امداد ۽ پرک لهڻ.
9. اديبن يا انهن جي ڪٽنب کي مالي امداد مهيا ڪرڻ.

پاڪستان رائيٽرز گِلڊ جي هڪ مرڪزي ۽ چار صوبائي آفيسون: لاهور، ڪراچي، پشاور ۽ ڪوئٽا ۾ آهن. هر صوبائي آفيس ۾ هڪ سيڪريٽري مقرر آهي، جيڪي مرڪزي ميمبرن جي مقرر ڪيل طور طريقن سان ڪم ڪندا آهن. گلڊ جو سربراهہ سيڪريٽري جنرل سڏرائيندو آهي. سيڪريٽري جنرل جي چونڊ جنهن صوبي مان ٿيندي آهي تہ گلڊ جو صدر دفتر بہ انهيءَ صوبي ۾ هوندو آهي. مرڪزي يا صوبائي عاملہ جو مدو ڏهہ سال هوندو آهي ۽ هن جا ميمبر ايندڙ چونڊن ۾ حصو وٺي نٿا سگهن. ڪارڪنن جي داخلا في، ساليانو چندو، ميمبرشپ، عطيا ۽ قرض هن جي آمدني جا اهم ذريعا آهن. آدمجي ادبي انعام، نيشنل بينڪ ادبي انعام، يونائيٽڊ بينڪ ادبي انعام، حبيب بينڪ ادبي انعام جي ورچ هن ئي اداري جي سهڪار سان ٿيندي آهي. هن اداري طرفان مختلف شهرن ۾ اديبن ۽ شاعرن کي رهائشي پلاٽ پڻ ڏنا ويندا آهن. پاڪستان رائيٽر گلڊ جو پهريون جنرل سيڪريٽري قدرت الله شهاب سيپٽمبر 1959ع تي منتخب ٿيو؛ جنوري 1967ع تي جميل الدين عالي؛ نومبر 1975ع تي محمد طفيل؛ آڪٽوبر 1982ع ۾ سيد رسول رساڻي جنرل سيڪريٽري منتخب ٿيو. هن اداري شيخ اياز جي شاعريءَ جو پهريون ڪتاب 'ڀونئر ڀري آڪاس'، 1964ع ۾ ڇاپيو هو، جنهن تي ايوبي مارشل لا دؤر ۾ بندش وِڌي وئي هئي.

**پاڪستان ريلوي**: هندستان تي جڏهن انگريزن جو راڄ هو تہ 1855ع ڌاري لنڊن ۾ 'سنڌ ريلوي ڪمپني' قائم ڪندي، 1856ع ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي شراڪت سان ڪراچيءَ کان ڪوٽڙيءَ تائين ريلوي لائين وڇائي وئي. شروعات ۾ صرف مال گاڏيون هلائي سامان پهچائڻ ۽ کڻڻ لاءِ ريلوي پٽڙي استعمال ٿيندي هئي، بعد ۾ جڏهن سر هينري ايڊورڊ فريئر، سنڌ جو ڪمشنر مقرر ٿيو تہ هن ڪراچيءَ جي بندرگاهہ بابت جائزو ورتو ۽ گڏوگڏ مسافرن لاءِ ريل گاڏيون هلائڻ لاءِ ڪوشش ورتي وئي ۽ 13 مئي 1861ع تي پهريون پيرو ريلوي لائين عوام جي مسافريءَ لاءِ ڪراچيءَ کان ڪوٽڙي تائين شروع ڪئي وئي. اها 105 ميلن جي مفاصلي واري ريلوي پٽڙي هئي، جڏهن تہ ڪراچيءَ کان پشاور تائين ريلوي لائين 19هين صديءَ جي آخر ۽ ويهين صديءَ جي آغاز ۾ وڇائي وئي. ورهاڱي وقت 4999 ميل پٽڙي اولهہ پاڪستان ۽ 1618 ميل پٽڙي اوڀر پاڪستان ۾ پکڙيل هئي. انهيءَ ريلوي لائين کي "نارٿ ويسٽرن ريلوي" جي نالي سان سڏيو ويو. 1964ع ۾ ريلوي پٽڙيءَ کي مردان ۽ چارسدہ سيڪشن تائين وڌايو ويو. ڪوٽ ادوءَ کان ڪشمير تائين پٽڙيءَ جي تعمير 1969ع کان 1973ع جي دوران ٿي. پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ وقت پاڪستان ريلوي جي حالت نهايت خراب هئي. ريلوي پٽڙي پراڻي ٿي چڪي هئي ۽ پڻ ٻي مهاڀاري لڙائيءَ ۾ هيڪاري حالت خراب هئي. ٽنهنڪري پهرين پنج سالہ رٿا ۽ ٻين پنج سالا رٿا ۾ ريلوي نظام کي بهتر بنائڻ لاءِ خصوصي توجهہ ڏنو ويو. ان سلسلي ۾ هيٺيان قدم قابل ذڪر آهن: (1) نوان پٽا وڇايا ويا ۽ ڪجهہ پراڻن پٽن جي مرمت ڪئي وئي، (2) مسافر گاڏين ۽ مال گاڏين لاءِ نيون انجڻيون

خريد ڪيون ويون. (3) سگنل جو جديد نظام رائج ڪيو ويو. (4) پلين جي مرمت ڪرائي وئي. (5) ريلوي اسٽيشنن جي پراڻين عمارتن جي جاءِ تي نيون عمارتون تعمير ٿيون. (6) جديد طرز جي پليٽ فارمن ۽ آرامگاهن جي تعمير ۽ ٿڌي پاڻيءَ ۽ پنکن جو انتظام ڪيو ويو. (7) ريلوي لائين، ميداني علائقن جي ڳتيل ۽ آباد حصن ۾ وڇائي وئي.



پاڪستان ويسٽرن ريلوي جا وڏا رستا هي آهن: پشاور کان ڪراچي (1681.405 ڪلوميٽر)، ڪراچيءَ کان ڪوئيٽا (857.597 ڪلوميٽر)، روهڙيءَ کان چمن (526.143 ڪلوميٽر) ۽ لاهور کان ماڙي انڊس (530.97 ڪلوميٽر).

پاڪستان ۾ ريلوي رستن جي ڪل پکيڙ 11617 ڪلوميٽر هئي، پر هن وقت زير استعمال پٽڙيءَ جي پکيڙ 9027 ڪلوميٽر آهي. ان ريلوي ٽريڪ سان 3 هزار کان وڌيڪ پُلون به تعمير ٿيل آهن ۽ پاڪستان ريلوي جون پوري ملڪ ۾ 781 اسٽيشنون آهن. هن وقت پاڪستان ريلوي طرفان مال گاڏين کان سواءِ ڪيترين ئي مسافر ٽرينون به هلايون پيون وڃن، جن مان ڪي ٽرينون ايئر ڪنڊيشنڊ ۽ نان اسٽاپ به آهن. پر ريلوي جي پٽڙي ۽ رابطي جو نظام ساڳيو ئي پراڻو آهي. فيبروري 2006ع ۾ کوکراپار- موناباءُ ريلوي بحال ٿيڻ بعد ڪراچيءَ کان کوکراپار تائين هفتيوار ريل به هلندي آهي (وڌيڪ ڏسو: ٿرايڪسپريس، جلد ٻيو)، جڏهن ته آگسٽ 2009ع کان تجارتي مقصدن تحت پاڪستان کان ترڪيءَ تائين ڪارگو ريل به هلائي وڃي ٿي. تازو ئي ملڪ ۾ ڪجهه مسافر ٽرينن کي خسارو ڄاڻائي بند ڪيو ويو آهي، جڏهن ته هن وقت آباديءَ جو گهڻو تعداد ٽرينن ذريعي سفر ڪرڻ کي ترجيح ڏئي ٿو. تنهنڪري وڌيڪ مسافر ٽرينون هلائڻ، نئون ٽريڪ ناهي، ريلوي ٽريڪ کي ڊبل ڪرڻ ۽ جديد ريلوي نظام جوڙڻ جي ضرورت ڏينهون ڏينهن وڌندي رهي ٿي. هن وقت پاڪستان ريلوي جو وفاقي وزير غلام احمد بلور آهي.

**پاڪستان سائنس فائونڊيشن:** هن اداري جي قيام جو فيصلو ڊسمبر 1971ع ڌاري ملتان ۾ سائنسدانن جي اجلاس ۾ ڪيو ويو ان سلسلي ۾ سڀ کان پهرين جيڪو قدم کنيو ويو اهو وفاقي حڪومت هيٺ سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ جي وزارت جو الڳ ٿيڻ هو پاڪستان سائنس فائونڊيشن 30 جنوري 1974ع تي باقاعده ائڪٽ جي تحت وجود ۾ آندي وئي. جنهن جي قيام جو مقصد ملڪ جي سماجي، معاشرتي ۽ ضروري شين جي متعلق سرگرمين کي فروغ ڏيارڻ ۽ ان لاءِ سرمايو فراهم ڪرڻ هو. فائونڊيشن هن وقت تائين جيڪو ڪم سرانجام ڏنو آهي، ان جو تفصيل هي آهي:

(1) ملڪ جي چئني صوبن ۾ صوبائي مرڪزن جو قيام، (2) دستاويزي سروس جو قيام، (3) فوجي سائنس جي حوالا جاتي لائبررين جو قيام. فائونڊيشن سائنسدانن جو هڪ پول به قائم ڪيو آهي، جنهن ۾ وڏي تعداد ۾ اعليٰ تعليم يافته سائنسدان شامل آهن.

**پاڪستان سرڪار جو اشاعتي کاتو:** اطلاعات کاتي پاڪستان جي هن اشاعتي شعبي طرفان سڀني پاڪستاني ٻولين ۾ رسالا جاري ڪيل آهن ۽ انهن جو ادبي مواد ڪتابي صورت ۾ به شايع ڪيو وڃي ٿو. سنڌيءَ ۾ ماهوار رسالو 'نئين زندگي' آڪٽوبر 1948ع کان وٺي شايع ٿي رهيو آهي ۽ هن رسالي جو چونڊ مواد ڪتابي صورت ۾ ڇپجي چڪو آهي. انهيءَ سلسلي ۾ جيڪي ڪتاب شايع ٿيل آهن تن ۾: (1) مهراڻ جون موجون، (2) مهراڻ جا موتي، (3) مهراڻ جا مائڪ، (4) مهراڻ جون چوليون، (5) شاعرن جو سرتاج، (6) سچل سرمست، (7) پؤنرپري آڪاس ۽ (8) سنڌي افسانا وغيره شامل آهن.

**پاڪستان طوفان ڪي زد مين (ڪتاب):** هي ڪتاب محترمه بينظير ڀٽو شهيد جي انگريزي ڪتاب 'Pakistan- The Gathering Storm' جو اردو ترجمو آهي، جيڪو نواب لغاريءَ ڪيو آهي. ڪتاب ۾ 8 باب آهن، جن ۾ محترمه بينظير ڀٽو جون مختلف موضوعن تي لکيل تحريرون شامل آهن. ڪتاب جو پيش لفظ به نواب لغاريءَ پاڻ لکيو آهي، ڪتاب ۾ محترمه جي جنم کان وٺي شهادت تائين جي سفر کي به شامل ڪيو ويو آهي، جنهن ۾ سندس جنم، تعليم، سياست ۽ شهادت جا واقعا شامل آهن. ڪتاب جو مهاڳ (ديباچو) خود شهيد بينظير ڀٽو جو لکيل آهي. هن ڪتاب جو پهريون ايڊيشن اسٽار بڪ سينٽر نئين دهلي پاران 1983ع ۾ شايع ڪيو ويو، جڏهن ته موجوده ڇپو ڇاپو ڊاڪٽر ذوالفقار مرزا، مرزا اڪيڊمي بدين مان 2008ع ۾ شايع ڪرايو. ڪچي جلد سان ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ ڪُل 136 صفحا آهن ۽ قيمت 100 رپيا آهي.




**پاڪستان ڪرڪيٽ بورڊ:** پي. سي. بي جي مخفف سان مشهور هن بورڊ جو افتتاح پهرين مئي 1948ع تي پهريان "ڪرڪيٽ ڪنٽرول بورڊ آف پاڪستان" جي نالي سان ڪيو ويو. وري جلد ان جو نالو "بورڊ آف ڪنٽرول فار ڪرڪيٽ ان پاڪستان" (BCCP) رکيو ويو. جنهن جي پهرين گڏجاڻي لاهور جيمخاني جي ميٽنگ هال ۾ ٿي هئي، تڏهن نواب افتخار حسين کي ان جو صدر/ چيئرمين ۽ جسٽس اي. آر. ڪارنيليس کي وائيس چيئرمين ڪيو ويو. تنهن کان سواءِ ٻه ٻيا به وائيس چيئرمين هوندا هئا، پر ٽنهي مان صرف هڪڙو وائيس چيئرمين فعال هوندو هو. پوءِ ايوب خان جي دؤر ۾ ٻي ٻيا وائيس چيئرمين رکيا ويا. هن وقت پاڪستان ڪرڪيٽ بورڊ (PCB) هڪ ذميوار بورڊ جي حيثيت رکي ٿو جنهن جو ڪم ڪرڪيٽ سان لاڳاپيل سمورا انتظام ڪرڻ آهي. هن وقت ڪرڪيٽ بورڊ مختلف بئنڪن ۽ نجي ادارن جي مدد سان ملڪي توڙي بين الاقوامي ڪرڪيٽ مئچون منعقد ڪرائي ٿو. ون ڊي، توڙي ٽيسٽ مئچ سان گڏ اڄڪلهه ٽوئنٽي-20 مئچون به ملڪي سطح



تي ڪيڏيون وڃن ٿيون. سيني مئچن ۾ رانديگرن جي چونڊ، سنڌن سفري ۽ رهائشي سهوليتن جو بندوبست پڻ بورڊ ڪندو آهي. 1992ع ۾ ٿيل ٻي 'ورلڊ ڪپ' سيريز ۾ سوپ پاڪستان جي نصيب ۾ آئي. ان بعد ٿيل ٻنهي "ورلڊ ڪپ سيريز" ۾ پاڪستان شڪست کاڌي. جنهنڪري قومي ٽيم جي ڪجهه رانديگرن سان گڏ پاڪستان ڪرڪيٽ بورڊ جي انتظاميه کي پڻ ڪريشن، مئچ فڪسنگ وغيره جهڙا الزام ٻڌڻا پيا. اهڙي تنقيد ۽ دٻاءَ سبب پرويز مشرف جي دؤر ۾ چونڊيل پي. سي. بي چيئرمئن ڊاڪٽر نسيم اشرف 2008ع ۾ استعيفا ڏني. هن وقت (2010ع ۾) پي. سي. بي جو چيئرمئن اعجاز بٽ آهي.

**پاڪستان گرلس گائيڊ ايسوسيئيشن:** هيءَ ايسوسيئيشن پاڪستان ٺهڻ بعد ترت ئاهي وئي، جيڪا ڇوڪرين جي واحد تنظيم هئي. 1948ع ۾ "ورلڊ ايسوسيئيشن آف گرل گائيڊ اينڊ گرل اسڪائوٽس" جي ميمبرشپ ماڻي تنظيم کي وڌيڪ فعال ڪيو ويو. اصل ۾ اها "انڊين گرلس گائيڊنگ" جو تسلسل ليکي وڃي ٿي، جنهن جو بنياد 1911ع ڌاري پيو هو. 2003ع جي انگن اکرن مؤجب پاڪستان گرل گائيڊ ايسوسيئيشن ۾ 71478 ميمبر آهن. هن تنظيم جو اصل مقصد




ڇوڪرين ۾ خود اعتمادي پيدا ڪرڻ ۽ انهن کي بهترين شهري هئڻ جو درس ڏيڻ آهي. هيءَ ايسوسيئيشن ٽن حصن ۾ ورهايل آهي:

(1) جونيئر گائيڊس (عمر: 11 سال ۽ ان کان گهٽ)
(2) گرل گائيڊ (عمر 12 کان 16 سال)
(3) سينيئر گائيڊ (عمر 17 کان 21 سال)

**پاڪستان لاءِ مثالي نظام تعليم جي جوڙجڪ** (ڪتاب): هن ڪتاب جو مصنف ڊاڪٽر عبدالهادي سرهيو آهي. هي ڪتاب ستن بابن تي مشتمل آهي، جن ۾ اسلام ۾ تعليم جي اهميت ۽ ضرورت اڳيئن دور جي مسلمانن جو قديم تعليمي، مسلم تعليمي تحريڪون، اڄ ڪلهه رائج تعليم، اسلامي طرز تعليم جي جوڙجڪ، اسلامي تعليمي نظام جا مختلف ڪردار وغيره شامل آهن. 216 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 100 رپيا آهي. جنوري 2000ع تي هن ڪتاب کي هادي پبليڪيشن سرهيه محلي لاڙڪاڻي مان ڇپائي پڌرو ڪيو.

**پاڪستان مساوات پارٽي:** هن پارٽيءَ جو بنياد محمد حنيف رامي، 31 آگسٽ 1978ع تي لاهور ۾ وڌو ۽ ان ئي ڏينهن، هن پارٽيءَ جي دستور ۽ منشور جو اعلان ڪيو ويو. پارٽي آئندي جي پروگرام طور جيڪي مقصد واضح ڪيا، تن ۾: (1) اسلام، (2) اقتصادي مساوات ۽ (3) سياسي آزادي شامل هئا. انهن مقصدن جي تڪميل لاءِ پارٽيءَ جي منشور ۾ جن مسئلن جي وضاحت ڪئي وئي، تن جو تفصيل هن ريت آهي: (1) پاڪستان کي ان لائق بڻايو وڃي، جو هي ملڪ پنهنجن ادارن کي اسلام جي انهن اصولن مطابق منظم ڪري، جيڪي قرآن پاڪ ۾ درج آهن ۽ جن کي نبي سڳوري صلي الله عليه وسلم حقيقت جو لباس پهرايو (2) پاڪستان جي هر شهريءَ کي مساوي اقتصادي حق ڏيارڻ لاءِ اهڙو اقتصادي انقلاب برپا ڪرڻ، جنهن جو بنياد ان اصول تي ٻڌل هجي، جنهن موجب هر ماڻهوءَ کان سندس صلاحيت مطابق ڪم ورتو وڃي ۽ ڪم جي حساب سان اجرت ڏني وڃي.

(3) پاڪستان جي هر صوبي کي اهو حق ڏيڻ ته اُهو وفاقي پاڪستان جي استحڪام ۽ سالميت کي آڏو رکي، پنهنجا معاملا خودمختياريءَ سان حل ڪري سگهي.

پارٽيءَ جي منشور ۾ واضح ڪيو ويو ته پاڪستان جي نظريي مطابق هلڻ پاڪستان جي ترقيءَ لاءِ ڪم ڪبو ۽ باني پاڪستان قائداعظم محمد علي جناح جي ان تصور سان وفاداري ڪبي ته جيئن پاڪستان ۾ ڪا به مذهبي انتهاپسند حڪومت قائم نه ٿيندي. هيءَ هڪ جمهوري رياست هوندي. پاڪستان جي آزادي، حاڪميت ۽ جاگرافيائي سالميت جي حفاظت ڪئي ويندي. هر سطح تي سٺي طريقي سان اقتدار عوام ڏانهن منتقل ڪيو ويندو. اهڙن طور طريقن جو خاتمو آندو ويندو جن جي ڪري انسان، انسان جو طبقو طبقي جو ۽ علائقو علائقي جو استحصال ڪري. قوميت جو استحڪام، وفاق جي اصول پٽاندر ڪيو ويندو. اقتصادي انقلاب آڻي جاگيرداري ۽ وڏيراشاهيءَ جو خاتمو آندو ويندو. ڳوٺن ۽ شهرن ۾ رهندڙ ماڻهن جي آمدنيءَ ۾ فرق کي گهٽايو ويندو. صنعتن کي ترقي ڏياري ويندي ۽ صنعتن لڳائڻ جي حوصلي افزائي ڪئي ويندي. آزاد خارجه پاليسي اختيار ڪئي ويندي ۽ هر طبقي جي مفاد جو خيال ڪيو ويندو.

**پاڪستان مسلم ليگ:** هن سياسي جماعت جو بنياد 1962ع ۾ پيو. 1988ع وارين عام چونڊن ۾ پاڪستان مسلم ليگ جي اڳواڻي، ملڪ جو اڳوڻو وزيراعظم محمد خان جوڻيجو



ڪري رهيو هو. تنهن وقت مسلم ليگ ٻن ڌڙن ۾ ورهائجي وئي. هڪ جي قيادت مرحوم محمد خان جوڻيجو ڪئي، جڏهن ته ٻئي ڌڙي جي اڳواڻي پنجاب جي تڏهوڪي وزيراعليٰ نوازشريف پئي ڪئي. مسلم ليگ (ج) مرحوم جوڻيجي جي حياتيءَ تائين فعال رهي، جڏهن ته مسلم ليگ (ن) نوازشريف جي اڳواڻيءَ ۾ مقبول ٿي، جنهن تحت اڳتي هلي 1996ع ۾ نوازشريف ملڪ جو وزيراعظم بڻيو.

1993ع ڌاري محمد خان جوڻيجو وفات ڪئي. جنهن بعد جماعت کي سندس ساٿين حامد ناصر چٺا ۽ اقبال احمد خان. مسلم ليگ (جوڻيجو) جي نالي سان اڳتي هلايو. 1995ع ڌاري پاڪستان مسلم ليگ 'جناح' (جنهن جو باني منظور احمد وٽو هو) جي وجود ۾ اچڻ سبب پاڪستان مسلم ليگ 'جوڻيجو' ورهائجي وئي ۽ منظور وٽو 1995ع ڌاري پنجاب جو وزيراعليٰ بڻيو پر ساڳئي ئي سال پ پ پ جي ڀرپور حمايت سبب پاڪستان مسلم ليگ 'جوڻيجو' پينل جي عارف نڪئي کي پنجاب جو وڏو وزير بڻايو ويو.

آڪٽوبر 2002ع ۾ ٿيل عام چونڊن ۾ مسلم ليگ (ج) صرف 0.7 سيڪڙو ووٽ کڻي سگهي ۽ 272 مان رڳو 2 سيٽون کٽي سگهيا. 2002ع دوران به حامد ناصر چٺا هن پارٽي جي اڳواڻي ڪري رهيو هو

2004ع ڌاري پاڪستان مسلم ليگ (ج) کي ان وقت جي حڪمران جماعت پاڪستان مسلم ليگ (ق) ۾ ضم ڪيو ويو ته جيئن گڏيل پاڪستان مسلم ليگ جو بنياد وجهي سگهجي. پر 2008ع وارين ٿيل عام چونڊن ۾ حامد ناصر چٺا پاڪستان مسلم ليگ (ق) جي حڪومت هئڻ باوجود پنهنجي قومي اسيمبلي جي سيٽ کٽي ڪونه سگهيو

**پاڪستان مسلم ليگ** (فنڪشنل): پاڪستان مسلم ليگ (ف) پاڪستان جي هڪ سياسي پارٽي آهي. جيڪا بنيادي پاڪستان مسلم ليگ کان جدا ٿيل جماعت آهي. فنڪشنل ليگ جو سربراهه مشهور شخصيت ۽ حرن جو روحاني پيشوا پير پاڳارو آهي. هن پارٽيءَ جو بنياد 1985ع ۾ پيو. جڏهن



فيصلو ڪيو ويو ته يونائيٽيڊ مسلم ليگ جو صدر محمد خان جوڻيجي کي مقرر ڪجي، تڏهن پير صاحب پاڳاري پاڪستان مسلم ليگ فنڪشنل نالي الڳ پارٽي ٺاهڻ جو فيصلو ڪيو. جيڪا وقت بوقت چونڊن ۾ حصو وٺندي رهي آهي. مئي 2004ع ۾ فنڪشنل ليگ، پاڪستان مسلم ليگ قائد اعظم سان شامل ٿي، پر ٻن مهينن بعد چوڌري پائرن سان اختلافن سبب الڳ ٿي. 2008ع وارين عام چونڊن ۾ فنڪشنل ليگ، قومي اسيمبليءَ جي چئن سيٽن سان گڏ هڪ مخصوص عورت ميمبر جي سيٽ ۽ صوبائي اسيمبليءَ ۾ 8 سيٽون سنڌ مان ۽ 3 پنجاب مان کٽيون.

پاڪستان مسلم ليگ فنڪشنل جي چونڊ جو نشان "گلاب جو گل" آهي. جڏهن ته پير پاڳاري جو فرزند پير صدر الدين شاهه راشدي پارٽيءَ جا انتظام سنڀالڻ ۾ سرگرم آهي، جيڪو هن وقت ايم اين اي آهي ۽ گذريل حڪومت ۾ سنڌ جي آبپاشي کاتي جو صوبائي وزير به رهيو آهي.

**پاڪستان مسلم ليگ** (ق): ’ق‘ ليگ جي نالي سان مشهور پاڪستان مسلم ليگ جو هي ڌڙو 2001ع ۾ تڏهن وجود ۾ آيو، جڏهن مسلم ليگ ڪيترن ئي ڌڙن ۾ تقسيم ٿي چڪي هئي ۽ ق ليگ کي سڀ کان وڌيڪ عوامي حمايت حاصل هئي. عمومي طور تي هن جماعت کي روشن خيال ۽



اعتدال پسند تصور ڪيو ويو، جڏهن ته تڏهوڪي صدر ۽ هاڻوڪي رٽائرڊ جنرل پرويزمشرف ۽ ق ليگ کي هڪ ٻئي جي حمايت حاصل رهي ۽ اصلي مسلم ليگ جا اڪثر ميمبر هن پارٽيءَ ۾ شامل ٿيا، تنهن بعد پارٽي "ڪنگز پارٽيءَ" جي نالي سان نمايان ٿي. پرويز مشرف پنهنجي ڪتاب "ان دي لائين آف فائر- اي ميمائر" (2006ع) ۾ انڪشاف ڪيو ته مسلم ليگ ق جي تشڪيل سندس خواهش تي ٿي.

آڪٽوبر 2002ع جي عام چونڊن ۾ ق ليگ 25.7 سيڪڙو ووٽ حاصل ڪيا هئا، 272 مان 69 ميمبر ق ليگ جا ڪامياب ٿيا ۽ چونڊ بعد فلور ڪراسنگ وارو قانون ختم ڪرائي خاص طور تي ڪجهه پ . پ ميمبر ٽوڙي ادارن جي مدد سان حڪومت قائم ڪئي، مقصد ماڻڻ بعد وري فلور ڪراسنگ وارو قانون بحال ڪري ڇڏيو سندن پهريون وزيراعظم مير ظفر الله جمالي هو جنهن کي ڪجهه اختلافن جي ڪري سنت ئي استعيفيٰ ڏيڻي پئي ۽ بعد ۾ چوڌري شجاعت کي ٽن مهينن لاءِ وزيراعظم مقرر ڪري، آمريڪا مان گهرايل اڳوٽي پاڪستاني خزاني جي وزير شوڪت عزيز کي پنجاب سان گڏ سنڌ جي مٺيءَ (ٿرپارڪر) تڪ تان ڪامياب ڪرائي وزيراعظم بڻائي ويهاريو ويو پر اهم فيصلا پوءِ به پرويز مشرف ۽ چوڌري شجاعت وٽان ٿيندا رهيا، سندن حڪومت ۾ ڪجهه غلط پاليسين سبب ڪيترائي پيچيده مسئلا پيدا ٿيا، جنهن سبب سندن عوامي حمايت گهٽجندي وئي، تن ۾ لال مسجد وارو واقعو بلوچستان ۾ فوجي آپريشن ۽ نواب اڪبر بگٽيءَ جو قتل، چيف جسٽس کي هٽائڻ بعد شروع ٿيل وڪيلن جي تحريڪ، خودڪش حملا ۽ محترمه بينظير ڀٽو جي شهادت جهڙو وڏو واقعو به ان حڪومت جي پڇاڙيءَ ۾ قائم ڪيل نگران حڪومت دوران، چونڊن کان ٿورو اڳ پيش آيو نتيجي ۾ عوام جون همدرديون ٻيهر پيپلز پارٽيءَ سان وڌي ويون ۽ 2008ع وارين عام چونڊن ۾ پيپلز پارٽي وڏي اڪثريت سان سموري ملڪ مان ڪاميابي حاصل ڪئي، جڏهن ته نواز ليگ ٻئي نمبر تي ۽ اي. اين. پي ۽ ايم ڪيو ايم پڻ ڪجهه اڪثريت حاصل ڪئي، جنهن بعد گڏيل حڪومت جو قيام عمل ۾ آيو ۽ جنرل رٽائرڊ پرويز مشرف، جنهن تازو ئي پاڻ کي صدر چونڊرايو هو، تنهن کي پڻ آگسٽ ۾ استعيفيٰ ڏيڻي پئي (**وڌيڪ ڏسو: پرويز مشرف**).

پاڪستان مسلم ليگ ’ق‘ جو هاڻوڪو صدر به چوڌري شجاعت آهي ۽ جنرل سيڪريٽري مشاهد حسين آهي.

**پاڪستان مسلم ليگ** (ن): پاڪستان مسلم ليگ (ن) پاڪستان جي هڪ سياسي پارٽي آهي، جنهن جي قيادت پاڪستان جو اڳوڻو وزيراعظم ميان محمد نواز شريف ڪري ٿو. اصلوڪي پاڪستان مسلم ليگ جيڪا 1962ع ۾ وجود ۾ آئي، 1988ع وارين عام چونڊن ۾ اها ٻن ڌڙن (ج) ۽ (ن) ۾ ورهائجي وئي، هڪ جي قيادت پنجاب جو وڏو وزير ميان محمد نوازشريف



ڪري رهيو هو ۽ ٻئي جي اڳواڻي محمد خان جوڻيجو ڪري رهيو هو. ميان نوازشريف کي وزيراعظم ٿيڻ جو موقعو تڏهن مليو، جڏهن 1990ع ۾ تڏهوڪي صدر غلام اسحاق خان، محترمه بينظير ڀٽو جي حڪومت کي معطل ڪري، نيون چونڊون ڪرايون. پر 1993ع ۾ به ساڳي طرح ميان نوازشريف واري حڪومت کي به برطرف ڪيو ويو جنهن بعد محترمه ٻيهر وزيراعظم بڻي، پر مير مرتضيٰ جي شهادت ۽ ڪجهه ٻين بحرانن سبب 1996ع ۾ پ پ پ جي ئي چونڊيل صدر فاروق احمد لغاريءَ اسيمبليون ٽوڙيون ۽ چونڊن جو اعلان ڪيو. فيبروري 1997ع ڌاري هڪ دفعو ٻيهر مسلم ليگ نوازشريف جي اڳواڻيءَ ۾ چونڊ کٽي اقتدار سنڀاليو پنهنجي دؤر ۾ هن ڪجهه ترقياتي اسڪيمن تي ڪم ڪيو زرعي قرض، ٽريڪٽر ۽ پيلو ڪئب گاڏين کي آسان قسطن تي ماڻهن تائين پهچائڻ جي اسڪيم به ڏني. ان عرصي ۾ پاڪستان ۽ ڀارت وچ ۾ ڪارگل واري محاذ تي جهڙپون به ٿيون. تڏهوڪي آرمي چيف جنرل پرويز مشرف ۽ وزيراعظم ميان نوازشريف وچ ۾ ڪي اختلاف اڀريا. ٻارهين آڪٽوبر 1999ع تي شام جو اوچتو جنرل پرويز مشرف ڪجهه اعليٰ فوجي آفيسرن جي مدد سان نواز حڪومت کي برطرف ڪري مٿس "جهاز سازش ڪيس" مڙهي گرفتار ڪرايو.

جنهن بعد سعودي حڪومت نوازشريف کي سياسي پناهه ڏني، پنهنجي ملڪ ۾ ترسايو ان بعد جنرل پرويز مشرف آرمي چيف رهڻ سان گڏ پاڻ کي پهريان ملڪ جو چيف ايگزيڪيوٽو ۽ پوءِ صدر طور به چونڊرايو (وڌيڪ ڏسو: پرويز مشرف).

2001ع ۾ مسلم ليگ (ن) کي منظم ڪري باقاعده ڀيهر فعال ٿيڻ ۽ جمهوريت لاءِ جدوجهد ڪئي، ان جدوجهد ۾ محترمه بينظير ڀٽو ۽ نوازشريف وچ ۾ 'چارٽر آف ڊيموڪريسي' تي اتفاق ڪندي صحيحون ڪيون ويون. ڇاڪاڻ جو 2002ع وارين چونڊن ۾ جنرل مشرف طرفان مسلم ليگ (ق) نالي جوڙيل نئين جماعت جي ڀرپور حمايت ڪئي وئي ۽ نوازليگ ۽ پيپلز پارٽيءَ جهڙين وڏين پارٽين کي ٽوڙڻ لاءِ زور لڳايو ويو. 2007ع ۾ جڏهن محترمه بينظير ڀٽو وطن ورڻ جو اعلان ڪيو ته ميان نوازشريف جي ملڪ اچڻ جي راهه به هموار ٿي. 2008ع وارين چونڊن کان اڳ محترمه جي شهادت جو واقعو پيش آيو. نوازليگ سميت ڪجهه پارٽين پاران چونڊن جو بائيڪاٽ ڪرڻ جو مشورو ڏنو ويو پر پيپلز پارٽي، آصف علي زرداريءَ جي اڳواڻيءَ ۾ چونڊون وڙهڻ جو اعلان ڪيو. هنن چونڊن ۾ پيپلز پارٽي وڏي اڪثريت سان ڪٽي آئي. پنجاب ۾ نوازليگ 91 سيٽن جي اڪثريت سان ڪٽيو ۽ پ پ پ سان گڏجي حڪومت جوڙي، پر اڳتي هلي وفاقي ڪابينا مان جيڪي به نواز ليگ جا ميمبر هئا، تن ڪجهه اختلافن سبب استعفا ڏئي ڇڏي ۽ وفاق ۾ مخالف ڌُر جي ڪردار ۾ چوڌري نثار کي قائد حزب اختلاف چونڊيو ويو. نوازليگ تڏهوڪي جنرل مشرف هٿان حلف نه کڻڻ وارو موقف ۽ جنرل پرويز مشرف پاران هٽايل اعليٰ عدليه جي ججن جي بحاليءَ ۾ دير ڪرڻ سبب پ پ پ سان اختلاف رکيا، پنجاب ۾ نواز ليگ ۽ پ پ جي گڏيل حڪومت ٽن سالن تائين رهي ۽ 25 فبروري 2011ع تي پيپلز پارٽيءَ کي صوبائي حڪومت مان ڌار ڪيو ويو. ميان شهباز شريف پنجاب جو وڏو وزير آهي. سنڌ ۾ نوازليگ جو صدر اڳوڻو وزيراعليٰ سيد غوث علي شاهه آهي. هن پارٽيءَ جي سينيئر اڳواڻن ۾ مخدوم جاويد هاشمي، چوڌري نثار، احسن اقبال، سردار ذوالفقار کوسا ۽ ٻيا شامل آهن.

**پاڪستان ميڊيڪل ايسوسيئيشن** (P.M.A): پاڪستان ميڊيڪل ايسوسيئيشن جو قيام 28 مارچ 1948ع تي ڍاڪا ۾ عمل ۾ آيو 20 اپريل 1948ع کان چٽاگانگ ۾ هن اداري باقاعدگيءَ سان پنهنجو ڪم شروع ڪيو ۽ ڊاڪٽر اي. ايم. مالڪ، ڊاڪٽر نصيرالدين ۽ برگيڊيئر ملڪ هن اداري جي تعمير ۽ ترقيءَ لاءِ انتهائي اهم ڪردار ادا ڪيو هن اداري جي قيام جو مقصد پاڪستان ۾ ميڊيڪل سائنس جي معيار ۽ ميڊيڪل جي شعبي سان تعلق رکڻ وارن ماڻهن لاءِ سهولتن ۽ دواسازيءَ جي معيار کي بهتر بنائڻ هو پاڪستان ميڊيڪل ايسوسيئيشن 1965ع ۽ 1971ع جي پاڪ هند جنگين دوران متاثرن جي خدمت ڪئي. پاڪستان ميڊيڪل ايسوسيئيشن جي تعاون سان ملڪ ۾ ڪافي ميڊيڪل ڪاليج قائم ڪيا ويا آهن. هي ادارو ورلڊ ميڊيڪل ايسوسيئيشن جو ميمبر به آهي.




**پاڪستان ميڊيڪل ريسرچ ڪائونسل**: پاڪستان ميڊيڪل ريسرچ ڪائونسل جو قيام 1953ع ڌاري عمل ۾ آيو 1962ع ۾ هن کي بين الاقوامي طبي تحقيقاتي ڪائونسل تسليم ڪيو هن جي ذمي ائڊوانس ميڊيڪل سائنس کي وڌائڻ ۽ عوامي فلاح و بهبود جي لاءِ ڪم ڪرڻ آهي. پاڪستان ريسرچ ڪائونسل، پاڪستان ۾ ڪئنسر جي علاج جي سلسلي ۾ هڪ تفصيلي سروي به ڪيو هو هيءُ سروي اپريل 1973ع ۽ 1974ع جي وچ واري عرصي ۾ ڪيو ويو هن سروي مطابق ان عرصي دوران 8414 مريضن جو ڪينسر جو علاج ڪيو ويو جن مان وڌيڪ تعداد پشاور جي خيبر ميڊيڪل ڪاليج ۾ زيرعلاج مريضن جو هو.

**پاڪستان ۾ قومي سوال** (ڪتاب): هي ڪتاب اڳوڻي ڪاهي ڌر جي شاگرد اڳواڻ امداد چانڊيي جو لکيل آهي، جنهن ۾ پاڪستان ۾ موجود قومي سوال کي مارڪسزم جي نقطه نگاهه کان سمجهائڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي وئي آهي. ان کان علاوه جاگيرداري، سرمائيداري ۽ طبقاتي سوال تي پڻ بحث ڪيو ويو آهي. ڪتاب ۾ ليکڪ پاران پنهنجي سياسي زندگيءَ جا لاها چاڙها ۽ واقعا پيش ڪرڻ سان گڏ ان وقت ۾ ٿيندڙ قومپرست ۽ ڪاهي ڌر جي سياست، جنهن ۾ تضادن جو به تفصيلي بحث ڏنو ويو آهي، ضيائي مارشل لا واري دؤر ۾ ٿيندڙ شاگرد سياست جو احوال به ڪتاب ۾ تفصيل سان ڏنل آهي، ڪتاب ۾ سائين جي. ايم. سيد، رسول بخش پليجي ۽ ٻين قومپرست ۽ ڪميونسٽ اڳواڻن جا حوالا پڻ ڏنا ويا آهن، 1986ع ۾ ڀريات پبليڪيشن طرفان ڪرائون سائيز ۾ شايع ڪرايل، ڪچي جلد واري هن ڪتاب ۾ ڪل 238 صفحا آهن، جڏهن ته ڪتاب جي قيمت 25 رپيا ڇاپايل آهي.



**پاڪستان ۾ هڪ اجنبي** (ڪتاب): هي ڪتاب ليکڪ نظير شيخ جي ڪهاڻين جو مجموعو آهي، جنهن ۾ سنڌس 9 ڪهاڻيون شامل آهن. هن ڪتاب جو مهاڳ ناماري دانشور رسول بخش پليجي لکيو آهي. ڪرائون سائيز جو هي ڪتاب آڪاش پبليڪيشن حيدرآباد، 1974ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو هن ڪتاب جي قيمت 2 روپيا ڇاپايل آهي ۽ صفحا 123 آهن.

**پاڪستان نئشنل سينٽر**: هن اداري جو قيام 1964ع ڌاري پاڪستان ڪائونسل ۽ قومي يڪجهتيءَ جي نالي سان عمل ۾ آيو. ڪائونسل جو سڀ کان پهريون مرڪز 22 مارچ 1964ع تي راولپنڊيءَ ۾ کوليو ويو ان کان پوءِ لاهور، اسلام آباد، پشاور، حيدرآباد ۽ مشرقي پاڪستان ۾ ڍاڪا، چٽاگانگ، راجشاهي، ميمڻ سنگهه ۽ کُلنا ۾ هن جون شاخون قائم ڪيون ويون. پر ڪائونسل جو دائرو فقط ثقافتي پروگرامن جي انعقاد تائين محدود هو پاڪستان جي جاگرافيائي سرگرمين کان پوءِ 30 جون 1972ع تي هن جو نالو پاڪستان سينٽر ۽ 6 نومبر 1972ع تي پاڪستان نئشنل سينٽر رکيو ويو پاڪستان نئشنل سينٽر هاڻي هڪ نئين مقصد سان عوام جي فڪري رهنمائيءَ جو فرض ادا ڪري رهيو آهي. پاڪستان نئشنل سينٽر جي ٺهڻ جا مقصد هيٺ ڏجن ٿا:

(1) پاڪستان جي نظريي سان وابستگيءَ جي روح کي بيدار ڪرڻ، (2) تحريڪ پاڪستان جي تاريخ جي مطالعي ۽ تحقيق کي فروغ ڏيڻ ۽ پاڪستاني قوميت جي جذبي کي روشن ڪرڻ، (3) پاڪستاني عوام ۾ قومي غيرت، حب الوطني ۽ ملڪ جي روشن مستقبل جو احساس پيدا ڪرڻ، (4) بهتر علم وسيلي، پاڪستان جي عوام جي وچ ۾ مفاهمت جي راهه هموار ڪرڻ، (5) قوم جي معاشي، سياسي، سماجي ۽ ثقافتي مسئلن جي پرک ڪرڻ ۽ اسلام جي اصولن جي روشنيءَ ۾ ترقي پسند معاشري لاءِ رستو هموار ڪرڻ، (4) اهم قومي مسئلن تي تقرير، سيمينار، بحث مباحثا ۽ مذاڪرن جي خصوصي پروگرامن جو بندوبست ڪرائڻ، (7) مختلف اهم قومي مسئلن تي عوام جي راءِ معلوم ڪرڻ، (8) ملڪ جي اندر ۽ ٻاهر پاڪستان ۽ ان سان تعلق رکندڙ مواد جي اشاعت ۽ تحقيق جو اهتمام ڪرڻ.

سينٽر جي هيڊ آفيس اسلام آباد ۾ آهي. شاخون راولپنڊي، لاهور، گجرات، پشاور، ڪراچي، ملتان، بهاولپور، رحيم يارخان، حيدرآباد، فيصل آباد، سرگوڌا، منگوره، مظفر آباد، سيالڪوٽ، پشين، ڪوئيٽا، ديري غازي خان، ايبٽ آباد، ديري اسماعيل خان، قلات ۾ ڪم ڪري رهيون آهن.

**پاڪستان هاڪي فيڊريشن**: پاڪستان هاڪي فيڊريشن جو بنياد 1948ع ۾ پيو هيءَ فيڊريشن هاڪيءَ جي عالمي فيڊريشن (Federation of International Hockey- FIH) سان سلهاڙيل آهي. پي. ايڇ. ايف جو پهريون صدر راجا غضنفر علي خان ۽ سيڪريٽري بشير علي شيخ هو. پاڪستان جي هاڪيءَ جي ميدان ۾ عالمي سطح تي ملڪ جي ناماچاريءَ ۾ اضافو ڪيو. 1960ع تائين ڪا به آفيس نه هئي. پاڪستان هاڪي فيڊريشن جي مستقل آفيس قذافي اسٽيڊيم لاهور ۾ قائم ڪئي وئي. 1978ع کان پوءِ نيشنل سينيئر، نيشنل جونيئر ٽيم ۽ وومين هاڪي ٽيم قومي ۽ بين الاقوامي سطح تي پاڻ ملهايو ايئر مارشل نورخان صدر جي حيثيت ۾ ۽ برگيڊيئر ايم. ايڇ. عاطف سيڪريٽريءَ جي حيثيت ۾ نه صرف پاڪستان هاڪي ٽيم کي نئون رخ ڏنو پر پي. ايڇ. ايف کي به بهتر طريقي سان منظم ڪيو. پاڪستان هاڪي فيڊريشن، ورلڊ ڪپ ٽورنامينٽ ۽ چئمپيئنز ٽرافي ٽورنامينٽ جهڙن مقابلن کي متعارف ڪرايو جيڪي اڄڪلهه اولمپڪس جي برابر ليکيا وڃن ٿا. جڏهن ايئر وائيس مارشل فاروق عمر پي. ايڇ. ايف جو صدر ۽ ڪرنل مدثر سيڪريٽري هو ته پاڪستان ٻيهر چيئمپيئن ٽرافي ۽ ورلڊ ڪپ کٽيو




ڪيترن سالن کان پاڪستاني هاڪي ٽيم هڪ بحران جو شڪار رهي آهي، 1994ع کان وٺي پاڪستان هاڪي ٽيم ڪا اهم ٽورنامينٽ نه کٽي سگهي آهي. هن وقت هاڪي فيڊريشن جو صدر قاسم ضياءِ آهي، جنهن 2008ع کان اهي ذميواريون سنڀاليون آهن. ان کان اڳ مير ظفرالله جمالي صدر هو

**پاڪستاني ادب** (انتخاب افسانه- سنڌي): اڪادمي ادبيات پاڪستان جي ڪتابي سيريز "پاڪستاني ادب" جو هي ڪتاب چونڊ سنڌي ڪهاڻين تي مشتمل آهي، جنهن کي ڊاڪٽر ادل سومري ترتيب ڏنو آهي. 1947ع کان 2008ع تائين لکيل مختلف ڪهاڻيڪارن جون 161 ڪهاڻيون شامل آهن. ڪتاب ۾ 'پنهنجي پاران' ۾ فخر زمان جا ويچار آهن، جڏهن ته 'مختصر سنڌي ڪهاڻي تي هڪ نظر' جي عنوان هيٺ ڊاڪٽر ادل سومري جو جائزو پڻ شامل آهي.

هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 2010ع ۾ اڪادمي ادبيات پاڪستان پاران ڇپايو ويو آهي. ڪچي جلد سان ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ 591 صفحا آهن ۽ قيمت 610 روپيا آهي.

**پاڪ سنگهار**: ٽنڊي الهيار شهر کان پنج ميل اوير طرف پاڪ سنگهار نالي درويش ۽ وليءَ جي درگاهه آهي، جيڪو پنهنجي وقت جو وڏو بزرگ ٿي گذريو آهي. پاڪ سنگهار جي ولادت جي تاريخ جو صحيح پتو پئجي نه سگهيو آهي، پر اندازو آهي ته سندس ولادت ڏهين صدي هجريءَ ڌاري ٿي. سندس نالو لطيف هو، مگر ماڻهو کيس پاڪ سنگهار جي نالي سان ياد ڪندا آهن. اُن جا ٻه سبب بيان ڪيا وڃن ٿا. هڪ هيءَ ته هن بزرگ سڄي عمر شادي نه ڪئي ۽ پرهيزگار رهي گذاريائين، ان ڪري کيس پاڪ چيو وڃي ٿو هيءَ سنگهار ان ڪري سڏجڻ ۾ آيو جو مال سان سندس بيحد پيار هوندو هو. هن بزرگ جو تعلق متياري سادات جي لکياري خاندان سان آهي. هن روايت جي تائيد درگاهه جي سجاده نشين فقير محمد ابراهيم پلهه به ڪئي. مشهور بزرگ ساجن سوائي سندس ماسات هو جيڪو هڪ متقي ۽ ولي الله ٿي گذريو آهي، جنهن جي درگاهه تعلقي ٽنڊي باگي جي ڳوٺ 'ڪونچي' ۾ آهي، جتي هر سال چيٽ جي مهيني ۾ ميلو لڳندو آهي. اُن کان سواءِ هن خاندان ۾ ٻيا ڪيترائي بزرگ ٿي گذريا آهن. درويش پاڪ سنگهار سلوڪ جي تعليم مخدوم نوح سرور هالائيءَ کان حاصل ڪئي. مراقبن ۽ رياضتن کان پوءِ کيس مرشد، دين جي تبليغ ڪرڻ جي اجازت ڏني. درويش پاڪ سنگهار سير ۽ سياحت ڪندي موجوده ڳوٺ ۾ اچي پهتو ۽ هتي جي سرزمين کيس اهڙي ته پسند آئي، جو هميشه لاءِ هتي رهڻ جو فيصلو ڪيائين ۽ هتي هڪ مسجد به تعمير ڪرايائين، جنهن ۾ ديني تعليم جو درس ڏيندو هو سندس ٺهرايل مسجد اڃا به ڳوٺ پاڪ سنگهار ۾ موجود آهي. درويش جي درگاهه تي هر مهيني جي پهرئين سومر تي ميلو لڳندو آهي، جتي ماڻهو پنهنجي عقيدي موجب اچي کير تقسيم ڪندا آهن. هن درگاهه تي ساليانو ميلو ستين صفر کان ڏهين صفر تائين لڳندو آهي. ان کان سواءِ ميلي ۾ ملاکڙو به ٿيندو آهي. قديم دستور موجب درگاهه جي الهندي پاسي نائين صفر جي رات درگاهه جي سجاده نشين جي موجودگيءَ ۾ سماع جي روح پرور محفل ٿيندي آهي، جنهن ۾ مخدوم نوح جا بيت (ڏهر) چيا ويندا آهن. درگاهه جي پرسان زائرين جي رهڻ لاءِ هڪ چئن ڪمرن جي مهمان سراءِ ٺهيل آهي. درگاهه جو موجوده سجاده نشين فقير محمد محب پلهه آهي.

**پاڪ فقير:** ضلعي نوشهري فيروز جي تعلقي پريا سٽي کان ٻه ڪلوميٽر اتر طرف پاڪ فقير جي درگاهه آهي. هيءُ بزرگ ڪيرين جي قبيلي سان تعلق رکندو هو. درگاهه ۾ ٻه تربتون آهن. جن مان هڪ پاڪ فقير جي پٽ جي چئي وڃي ٿي. درگاهه جي اتر ۾ هڪ مسجد به اڏيل آهي. هن بزرگ لاءِ مشهور آهي ته هالن واري مخدوم نوح سرور ءُ جو خاص خليفو هو. علائقي ۾ رهندڙ چانڊين جي قبيلي جا ماڻهو ساڻس وڏيڪ عقيدت رکن ٿا. هر مهيني جي پهرئين سومر تي هتي لنگر نياز تقسيم ڪيو ويندو آهي. هتي ججهي تعداد ۾ ماڻهو زيارت لاءِ ايندا رهن ٿا. هن وقت درگاهه جو مجاور فقير ڪيريو آهي. درگاهه جي آسپاس عيسن سوائي ۽ پير ڪُنڊي جون درگاهون به مشهور آهن. هنن درگاهن جي آسپاس باغ آهن. جنهن سبب هي جايون شهر جي نوجوانن لاءِ شام جي وقت تفريح جو باعث به بڻيل آهن.

**پاڪَرَ:** هيءُ سنسڪرت ٻوليءَ جي لفظ "پوڪر" سان ملي ٿو لوهي تارُن مان ٺهيل هڪ قسم جي پوشاڪ (قميص)، جيڪا ويڙهه ۾ سيني ۽ ٻُنيءَ کي تلوار جي گهاءَ کان بچائي ٿي. ان کي فارسي ٻوليءَ ۾ "زره" چوندا آهن. 'پاڪر' گهڻن نمونن جي ٺهندي آهي: (1) بنا ٻانهن واري جيڪا فقط سيني ۽ ٻُنيءَ جو بچاءُ ڪري، (2) ٻانهن سان، (3) ٻانهن واري زره، جيڪا مٿي ۽ ڳچيءَ جي بچاءَ لاءِ هجي. اها سنهي تار مان ٺهيل ڄاريءَ جي هوندي آهي. ڪي سوار جنگ ۾ پنهنجي گهوڙن کي به پاڪر (زره) ڍڪائيندا هئا. شاهه صاحب به پاڪر لفظ شاعريءَ ۾ ڪم آندو آهي:

'ڪلي وير ڪنڪ ۾، پاڪر جو پائي.'

**پاڪَرَ-2:** سنڌ جي رواج موجب درويشن ۽ بزرگن وٽان تبرڪ طور مليل وڳي (سروپا يا جُبي وغيره) کي به "پاڪر" چوندا آهن. سنڌ ۾ "پاڪر" جي روايت هن طرح آهي ته: سِڪي پنهي پٽ چمندو ته ان جي خبر مرشد کي ڏيائيندا ته مرشد قميص سبائي ٻار جي پيءُ کي ڏيندو يا موڪليندو، جنهن کي به "پاڪر" سڏبو آهي. مريد وري مرشد کي نذراني طور ڪجهه نه ڪجهه پنهنجي پهچ مطابق ڏيندو جنهن ۾ ٻڪري، اٺ، پاڏو، سون يا روڪ رقم هوندي.

**پاڪڙو:** اُٺ تي سواريءَ دوران ويهڻ لاءِ پاڪڙو ٺهندو آهي، جيڪو ڪاٺ جو ٺهيل هوندو آهي، جنهن کي مضبوطيءَ لاءِ لوهه جون 'گهوڙيون' به وجهبيون آهن ۽ خوبصورتيءَ لاءِ ٽامي جون پٽيون چٽِي لڳايون وينديون آهن. پاڪڙي جا ٻه خانا ٿيندا آهن، جن کي چوڪ چيو ويندو آهي. اُٺ جي پُٺيءَ تي رليون وجهي، مٿان پاڪڙو رکبو آهي. پاڪڙي جي مٿان ويهڪ واري هنڌ کي نرم ڪرڻ لاءِ "گاشو" وجهبو آهي. گاشو رليءَ جو به ٿئي ته چمڙي جو به ٺهيل هوندو آهي. پاڪڙي کي چمڙي مان


پاڪڙو

ٺهيل مخصوص پٽيءَ ذريعي اُٺ جي پيٽ سان قابو ٻڌبو آهي، اُن پٽيءَ کي پيٽِي چيو ويندو آهي. اُٺ کي سينگارڻ لاءِ ڳچيءَ ۾ گوربند ٻڌندا آهن ۽ اُٺ جي پُٺيءَ تي جهُل به ٻڌي ويندي آهي. ٿر ۾ پاڪڙي جو استعمال ڏينهون ڏينهن گهٽجندو پيو وڃي، پر پارڪر واري علائقي ۾ اڄ به عام آهي. هن وقت پارڪر جي ڳوٺ ساڪرويري ۾ هَنُوجي سوڍهڻ، اُنن جا پاڪڙا ۽ گهوڙن جا هَنا ناهڻ جو مشهور ڪاريگر ليکيو وڃي ٿو.

**پاڳارا آئينو (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب فقير سردار پيپي جو مرتب ڪيل آهي. هن ڪتاب ۾ پير صاحب پاڳاري، سندس خاندان، خليفن، درگاهن، مريدن ۽ درگاهه بابت، سوالن ۽ جوابن تي مشتمل موجود مواد آهي. هن ڪتاب جو مهاڳ مشهور استاد ۽ اديب الهورايي بهڻ لکيو آهي، جڏهن ته فقير عبدالرحيم سڪندري، فقير عبدالرزاق مهراڻ سڪندري ۽ فقير رسول بخش جنجهه جا تاثر شامل آهن. رنگين ٽائيٽل، پڪي جلد ۽ 260 صفحن واري هن ڪتاب جي قيمت -/200 رپيا آهي. هن ڪتاب ۾ پير صاحبن، سندن اولاد ۽ درگاهن جون تصويرون به شامل آهن. هيءُ ڪتاب روضي ڌڻي پبليڪيشن چور، عمرڪوٽ طرفان 2000ع ۾ ڇپايو ويو آهي.




**پاڳارو:** پاڳارو لفظ جي معنيٰ آهي: پڳ ڌڻي، ذات، قبيلي يا جماعت جو اڳواڻ، جنهن کي پڳ ٻڌايل هجي. اهو لقب هن وقت راشدي بزرگن جي گاديءَ (جيڪا ضلعي خيرپور جي پير ڪوٽ/ پير ڳوٺ ۾ مشهور آهي) جي پڳدار لاءِ استعمال ٿئي ٿو هن گاديءَ جي مريدن جو تعداد لکن ۾ آهي، جيڪي "حُر فقير" سڏجن ٿا. موجوده وقت ۾ راشدي خاندان جو پاڳارو "سيد علي مردان شاهه ثاني" آهي، جيڪو "پير صاحب پاڳاري" جي عرفيت سان مشهور آهي (وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو: "پير پاڳارو").

**پال:** پال ذات جا ماڻهو راجپوت نسل مان آهن ۽ پاڻ کي راجا جئپال جو اولاد سڏرائين ٿا، جنهن کي محمود غزنويءَ شڪست ڏني هئي. هن ذات جا ماڻهو ڪشمير، سيالڪوٽ، امرتسر ۽ لاهور ۾ ڪافي تعداد ۾ رهن ٿا. لاهور جو ناميارو اديب پروفيسر جميل پال به هن ذات سان واسطو رکي ٿو جيڪو ڪيترن سالن کان پنجابي زبان ۾ "سوير انٽرنيشنل" نالي ماهوار رسالو ڪڍندو آهي. سنڌ ۾ به پال ذات جا ماڻهو پنجاب مان لڏي اچي ويٺا آهن.

**پالاري:** هڪ ذات جو نالو آهي. هن ذات جا ماڻهو سڄيءَ سنڌ ۾ رهن ٿا، پر خاص ڪري ڄامشوري ۽ ٺٽي ضلعن جي جابلو علائقن ۾ وڏي تعداد ۾ رهندا آهن. ٿاڻي بولاخان، ٿاڻي عارب خان، ڪاٺي شهر، ڪلي شهر، سَرِي، نوري آباد، دادا پائي، ملير ڳوٺ، درساڻي چني ۽ گڏاپ ٽائون وارن ڳوٺن ۾ پالارين جي اڪثريت رهي ٿي. سندن گذران گهڻو ڪري اوٺي مال تي آهي. اُٺ ڌارين ۽ چارين. پالاري امن پسند ۽ بهادر ماڻهو آهن. هن ذات مان منڪو خان پالاري مشهور شخصيت ٿي گذريو آهي، جنهن جون بسون حيدرآباد- ڪراچي روٽ تي وڏي عرصي کان هلن ٿيون. سندس پٽ در محمد پالاري به هڪ ادب دوست شخص آهي. رخمان گل پالاري نوجوان محقق آهي ۽ ڪراچي يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي ۾ اُستاد آهي، جيڪو شاهه لطيف جي بيتن ۽ ٻوليءَ جي سلي ڄاڻ رکي ٿو محمد رمضان پالاري ۽ ٻيا ڪيترا پالاري ذات جا مشهور ماڻهو آهن. هن ذات وارن مان ڪيترا نالي وارا سگهڙ به ٿي گذريا آهن.

**پال سيزان**: پال سيزان هڪ مشهور مصور ٿي گذريو آهي، جيڪو 1839ع ۾ فرانس جي هڪڙي ننڍي شهر ايڪسن ۾ ڄائو هو شروع کان ئي ڳنڀير ۽ سنجيده طبيعت جو مالڪ هو. ننڍپڻ کان ئي هن کي قدرت جي حسين منظرن، رنگن ۽ کليل ميدانن ۾ گهمڻ سان دلچسپي هئي. سيزان جي سنگت شاعرن، اديبن ۽ موسيقارن سان هئي. هن جي دوستن ۾ ايمائل زولا به هو، جيڪو بعد ۾ هڪ وڏو ناول نگار بڻيو. هيءَ ايڏو ته محوتي ويندو هو جو قدرتي منظرن (Landscape) ۾ هن کي عجيب و غريب خاڪا ۽ شڪليون نظر اچڻ لڳنديون هيون. وڻ، ٻوٽا، گهر، ماڻهو جاميٽريڪل خاڪن جي صورت ۾ هن آڏو مختصر ٿي سامهون ايندا هئا ۽ اهڙي ئي قسم جون جاميٽري نما شڪليون ۽ چِٽ (Motif) هن جي تصوير جا اهم عنصر بڻجي ويا. سيزان قدرتي منظر يا ڪنهن به موضوع کي جاميٽري نما شڪلين ۾ اهڙي ته نزاڪت ۽ خاص ترتيب سان پيش ڪندو هو جو تصوير ۾ هڪ قسم جي هلچل ۽ زندگيءَ جي احساس وارو تاثر اڀري ٿو اچي. مصوريءَ ۾ اهڙو جديد اسلوب تاريخ ۾ پهريون پيرو تخليق ٿي رهيو هو. جنهن ۾ قدرتي منظرن جي هوبهو عڪاسي بدران صرف ماحول جي خوشبو ۽ تازگيءَ کي مختصر ڪري هڪ خاص انداز سان پيش ڪيو پئي ويو. سيزان جو چوڻ هو ته سڄي ڪائنات ٽن بنيادي شڪلين ۾ نهيل محسوس ٿئي ٿي، هڪ چورس (Square)، ٻيو ٽڪنڊو (Triangle) ۽ ٽيون گول (Sphere) جن ۾ دنيا جي سيني شڪلين کي سمائي سگهجي ٿو. 1860ع ڌاري جڏهن سيزان پنهنجي جديد تصورن ۽ ايجادن کي هڪ نمائش ۾ آندو ته ڪيس ڪا خاص موٽ نه ملي، پر هو مايوس نه ٿيو.



سيزان جي چترڪاريءَ مان ظاهر ٿئي ٿو ته هن پنهنجي جديد خيالن ۽ تجريدي مصوريءَ جي انداز کي سچن جذبن سان اجاگر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ۽ تصويرن ۾ سندس مزاج ۽ شخصيت جو عڪس نظر اچي ٿو. هن پنهنجن جديد خيالن ۽ مصوريءَ جي نئين انداز کي جِدت ۽ آزاديءَ سان اجاگر ڪيو آهي. سيزان جي مصوريءَ جي شروعات "امپريشن ازم" وارن مصورن جي صحبت ۾ ٿي، جن ۾ پڪاسو (Picasso) سان سندس خاص ناتو رهيو. گهڻي وقت تائين سيزان ۽ پڪاسو ٻنهي گڏجي قدرتي منظرن جي مشاهدي خاطر گهمي ڦري تصويرون تخليق ڪيون. هو پڪاسو جي چترڪاريءَ کان گهڻو متاثر به هو خاص ڪري پڪاسو جي قدرتي حسن واري رنگن ۽ ڪينواس جي ناهموار سطح تي شڪلين جي جوڙجڪ ۽ ترتيب واري فن کان پاڻ واقف هو سيزان جي برش اسٽروڪن ۾ جيڪو استحڪام ۽ پختگي نظر اچي ٿي، اها پنهنجو مثال پاڻ آهي.

سيزان جي تصويرن ۾ جاميٽري نما شڪلين ۽ چِٽن، رنگ، تصويرن جي جوڙجڪ ۽ ترتيب هڪ خاص انداز سان پيش ٿيل آهي، جنهن ۾ تصوير جو هر هڪ حصو هڪ ٻئي سان جڙيل نظر اچي ٿو بلڪ ائين ڪٿي چئجي ته تصوير جو هڪ حصو هڪ ٻئي سان سوال جواب واري انداز سان سلسليوار هلندو ٿو رهي. سيزان جي مصوري احساسن ۽ جذبن جي مجموعي تاثر جي حوالي سان ايندڙ جديد مصورن لاءِ هڪ روشن مثال وانگر ثابت ٿي. 20 هين صديءَ جي مصورن خاص ڪري پڪاسو، متيس، ڪينڊنڪسي وغيره جي مصوريءَ ۾ سيزان جي جديديت جو اشارو واضح طور ملي ٿو.

**پالڪ** Spinach / *Spinacia oleracea*: پالڪ هڪ قسم جي سبزي يا ترڪاري آهي، جيڪا سرديءَ جي مند ۾ ٿيندي آهي. پالڪ ۾ وٽامن اي، بي، سي، نمڪيات، لوهه ۽ ڪئلشيم گهڻي انداز ۾ موجود آهي. پالڪ جي ڪِن قسمن جو اصل وطن عربستان چيو وڃي ٿو روايت آهي ته جڏهن عربن اسپين فتح ڪيو ته پالڪ ان ملڪ ۾ پهچي وئي ۽ پوءِ ٻين ملڪن ۾ پکڙي. پالڪ جا ٻه قسم مشهور آهن. هڪڙي ولائتي پالڪ، جنهن جا پن وڏا گول ۽ ڳاڙهسري رنگ جا ٿين ٿا. پالڪ جو هيءُ قسم سڄو سال پوکجي ٿو ۽ پيداوار گهڻي ڏيندو آهي. پالڪ جو ٻيو قسم سنڌي يا ڪلچڻ پالڪ آهي، جيڪا فقط سياري جي موسم ۾ ٿيندي آهي. هن قسم جي پالڪ جا پن ننڍا ڇهج سائي رنگ جا ٿيندا آهن. ديسي پالڪ فقط ربيع جي موسم ۾ پوکي ويندي آهي. سنڌ ۾ پالڪ سادي به رڌبي آهي ته ٻِهن، پٽاٽن ۽ گوشت سان گڏ به رڌبي آهي. سيئل مڇيءَ ۾ به پالڪ وجهبي آهي.


پالڪ

طبي لحاظ کان هيءَ جلد هضم ٿيندڙ ۽ تاثر ۾ ٿڌي آهي. گرم ۽ خشڪ طبيعت وارن لاءِ وڏي فائديمند آهي. تجربن کان پوءِ معلوم ٿيو آهي ته پالڪ ۾ فولاد ۽ ڪئلشيم جو مقدار تمام گهڻو هوندو آهي، جنهن سان جسم جا هڏا مضبوط ٿين ٿا. پالڪ رت وڌائڻ لاءِ بهترين غذا آهي.

**پالڪ جوهي**: هن ٻوٽي کي لاطيني ۾ Rhinacanthus Communis، فارسي ۾ گل بگلہ، سنسڪرت ۾ يوٿڪاپرني ۽ هندي ۾ پالڪ جوهي چيو وڃي ٿو هيءَ Acanthaceae آکهہ سان تعلق رکي ٿي. هي هڪ ننڍو ٻوٽو آهي. جيڪو 1.5 کان 1.9 ميٽر ڊگهو ٿئي ٿو. هن جا پن پنج کان ڏهه سينٽي ميٽر ڊگها ۽ ٻه کان پنج سينٽي ميٽر ويڪرا ٿين ٿا. ڏانديون اڌ کان ٽيرهن ملي ميٽر ۽ ٻج اڍائي ملي ميٽر هوندا آهن. هن جي پنن ۾ بدبوءِ هوندي آهي. هن جا پن سنها، نرم ۽ ذائقي ۾ معمولي ڪڙا هوندا آهن. دوائن ۾ گهڻو ڪري هن جي پاڙ استعمال ٿيندي آهي. هي سنڌ ۾ به ٿئي ٿي.



**پالڪي**: اها ڏولي، جيڪا سواريءَ لاءِ هاٿيءَ جي پٺيءَ تي ٻڌبي آهي، ان کي پالڪي چئبو آهي. ڍڪيل سواري به 'پالڪي' سڏبي آهي، جيڪا ڪنوار لاءِ مخصوص هجي. پالڪي ڪاٺ جي نهيل ننڍڙي ڪمري وانگر بند ڪوٺيءَ مثل هوندي آهي، جنهن کي ٻه چار ماڻهو ڪلهن تي کڻي منزل تي رسائيندا آهن. اڳي امير پالڪي ۾ سفر ڪندا هئا. ماضيءَ ۾ اها روايت هئي ته گهٽين سوڙهين هئڻ ڪري پرديدار عورتون ٻئي هنڌ وڃڻ لاءِ

ڊولي/ پالڪيءَ ۾ چڙهي ويندي هئي. سنڌ جي ٺٽي شهر ۾، پاڪستان قائم ٿيڻ کان پنج ڏهه سال پوءِ به، ڊولين جو رواج هو. جيڪو هاڻي ختم ٿي ويو آهي. هن وقت فقط شيرازي ساداتن مان پالڪي نڪرندي آهي، جنهن ۾ پڳدار سيد ويهي عيدگاهه تي ويندو آهي. ڊوليءَ/ پالڪيءَ کي حمال ڪلهي هلندا آهن.


پالڪي

هندن جي مندرن ۾ پڳوان جي مورتيءَ جي پرسان رکيل ننڍڙي پينگهي کي به 'پالڪي' چيو ويندو آهي.

**پالڪي²**: ضلعي ٺٽي جي گهوڙا ٻاري، ميرپور ٻٺوري ۽ شاهه بندر تعلقن ۾ ديهن جو نالو آهي.

**پال وجهڻ**: ميوي پچائڻ جو هڪ طريقو جنهن ۾ ڪچو ميوو مَٽ يا پانديءَ ۾ وجهي مٿان ڪک، ٻُهه يا گاهه سان بند ڪري ڇڏڻ سان ميوو پچي ويندو آهي. هر هڪ ميوي پچڻ جو مُدو جدا جدا ٿيندو آهي، جيئن: انب ڇهن ستن ڏينهن ۾ پچندو آهي ۽ ڪيلو گهٽ ۾ گهٽ اٺ ڏينهن پچڻ ۾ لڳائيندو آهي. سنڌ ۾ هيٺين جنسن جي ميوي لاءِ پال وجهبو آهي: انب، ڪيلو پپيتو چَڪو يا چيڪو اڄڪلهه پال وجهڻ لاءِ "ڪاربٽ" استعمال ڪيو وڃي ٿو جنهن سان ميوو جلد پچي ويندو آهي. 'پال وجهڻ' اصطلاح به آهي. پر پال وڌل ميوي کي پالي چئبو آهي، مثال: پالي انب وغيره.

**پالي** (Pali) (ٻولي): هيءَ ٻڌ ڌرم وارن جي مذهبي ۽ مقدس ٻولي آهي، جنهن ۾ ٻوڌي نوشتا ۽ ڪتاب لکيا هئا. هيءَ ٻولي اڄڪلهه ڪٿي به ڳالهائي نه ٿي وڃي، صرف مذهبي جنترن منترن يا ڏڻن تهوارن تي ڪم اچي ٿي. هندوستان، پاڪستان ۽ سريلنڪا جي ڪيترن پراڻن وهارن ۾ هيءَ ٻولي اڪريل ملي ٿي. ٻڌ ڌرم جو سڄو ادب هن ٻوليءَ ۾ لکيل ملي ٿو هيءَ ٻولي هند- يورپي، هند- ايراني ۽ هند- آريائي ٻولين جي خاندان مان آهي. هيءَ ٻولي پالي لپيءَ ۾ لکي وڃي ٿي، جيڪا ديوناگريءَ تان ورتل آهي. جڏهن سنسڪرت ٻولي هيٺر رواج ۾ آئي ته هن ٻوليءَ جو اوج ختم ٿي ويو هن ٻوليءَ جو مرڪز سريلنڪا آهي، جتي کي 'پالي' عالم به ملن ٿا، مگر ٿورا. سريلنڪا جي تاريخ به هن ٻوليءَ ۾ لکيل آهي.

**پاليان**: دراوڙي نسل جا هي لاڏائو ماڻهو ڏکڻ هندستان جي تامل ناڊو ۽ ڪيرالا جي جهنگلي ۽ جابلو علائقن جا رهواسي آهن. هي گهڻو ڪري جبلن ۽ جهنگن مان شڪار ڪان سواءِ ڪاٺ گڏ ڪرڻ ۽ ماکي ميڙڻ جو ڪم ڪن ٿا. هنن جو خاص کاڌو ڪچالو (Yams) آهي. 20 صدي جي شروعات ۾ هي قبيلو لڏ پلاڻ ترڪ ڪري ٿاڪرو ڇپرن ۽ غارن جي مُنهنَ ۾ پنهنجا اجها اڏي ويٺو آهي. نه نه گهڻو ڪري لڏپلاڻ ۾ ئي زندگي گذاري ڇڏيندو هو هاڻي گهڻن پاليارن هيلي جون شيون جيئن: ماکي، ڪنوڻ ڪاٺ، ڇوڏا ۽ ٻوٽيون ڪٺي شهر ڏي واپار جو جو سانگو ڪيو آهي. ماکيءَ جون مکيون به پالين ٿا ۽ ڪٽي ڪٽي پوک به ڪرڻ لڳا آهن. هن وقت اٽڪل 500 خاندان ادڪي ضلعي ڪيرالا ۾، 400 خاندان ڪمبيچر ضلعي تامل ناڊو ۾ رهن ٿا. تامل ناڊو حڪومت ڪن خاندانن کي ڪرنجي نگر ۾ گهر ٺهرائي ڏنا آهن، پوءِ به ڪيترا پاليار بنا گهرن جي رهن ٿا. پليارن جو مستقبل اونداهو آهي، جو ٻيلا ڪٽجي رهيا آهن ۽ انهن کي قبضا ڪري زور آور ماڻهو پوکون ڪري رهيا آهن. پليارن تي هن وقت تمام گهٽي تحقيق ٿي رهي آهي.

**پامير جبل** (Pamir): مختلف جاگرافيءَ جي ڪتابن ۾ هن کي Pamirs به ڪري لکيو ويو آهي. محاوري طور پامير جي مٿانهين پٽ کي "دنيا جي ڇت" چيو ويندو آهي. هي مٿانهون پٽ وچ ايشيا جي جمهوريه تاجڪستان، سوويت يونين جي ڪوهستاني علائقي ۾ واقع آهي. پامير جي لغوي معنيٰ آهي. "مٿانهون يا چوٽيءَ وارو". هتي هندوڪش، قراقرم، تن شان ۽ ڪون لون جبلن جا سلسلا ملن ٿا. پامير جي ڪل ايراضي 30 هزار چورس ميل آهي. پامير جي ٽن پاسن کان جبل آهن. هتي بلند چوٽيون ۽ واديون آهن. هتي جا قديم رهاڪو پاڻ کي ڪرغيزيا پاميري سڏائيندا آهن. هتي آبادي تمام گهٽ رهي ٿي.


پامير جبل

سلسلهءِ ڪوهه پامير "72 '55 °38 اتر ڊگرين تي موجود آهي. هي پهاڙي سلسلو دنيا جي وڏن پهاڙي سلسلن مان هڪ آهي. هن کي چيني زبان ۾ ڪونگ لنگ (Cong ling) ڪري سڏيندا آهن. هن جي وڏي ۾ وڏي چوٽي اسماعيل سماني نالي سان 7495 ميٽر(24590 فوٽ) اوچي آهي. اتر ۾ هي پهاڙي سلسلو ڪرغستان جي اَلي ويلي (Alay Valley) سان، ڏکڻ ۾ هندوڪش جبل سان ملندي واکڻ ڪوريڊور (Wakhan Corridor) وٽ افغانستان ۽ پاڪستان سان ملي ٿو ۽ اوڀر ۾ سندس پهاڙي چين جي سرحدن سان ملي ٿي يا شايد اچا به ڪجهه اڳتي ڪونڪون جبلن تائين وڃي ٿي. اسماعيل سماني چوٽي، جنهن جا مختلف وقتن تي مختلف نالا رهيا آهن، جيئن 1962ع کان 1932ع تائين هن کي اسٽالن چوٽي، 1962ع کان 1998ع تائين ڪميونزم چوٽي، هن وقت به ڪي ماڻهو هن کي لينين چوٽي جي نالي سان سڏيندا آهن.

هتان ڪوئلو ملي ٿو ماڻهن جو گذر معاش رڍون ۽ انهن جي اُن تي آهي. ان کان سواءِ قيمتي پٿر لاجورد (Lapis Lazuli) نالي پامير جي ايراضيءَ مان کوٽي ڪڍيو ويو آهي. لفظ پامير ارضياتي اصطلاح آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "سنڌو پٽ" يا "ماٿري" جنهن جي چوڙاري جبل هجن. وڏو پامير زورڪول (Zorkal) جي چوڌاري آهي. جڏهن تگدمباش (Taghdumbagh) تشڪرگان ۽ واکڻ ڪوريڊور لڳ، آهي. جيڪي قراقرم جي پرسان وارا پهاڙ آهن.

گنٽ ندي (Gunt River) جي مٿان ياشل ڪل (Yashil Kul) ڳوٺ آهي، جنهن جي چوڌاري علي چر (Ali chur) پامير آهي. اهڙي طرح سيراز (Seraz) پامير سرگاب ڳوٺ جي چوڌاري آهي. انهي ڪان سواءِ به پامير آهن. خود پامير نالي ندي به پامير جبل جي ڏکڻ ۾ وهي ٿي. 1980ع واري ڏهاڪي ۾ سائيبريا واري علائقي مان قيمتي پٿر(هيرا) لڌا هئا.

تاريخي طور پامير جبل هڪ واپاري رستي طور سڃاتو ويو آهي، جيڪو ڪاشغر کي ڪوڪند (Kokand) سان اترئين سلڪ روڊ ذريعي ڳنڍي ٿو. جنهن ڪري هن خطي ۾ ڪيترين ئي قبائلي جنگيون به لڳنديون رهيون آهن. اترندو سلڪ روڊ 2600 ڪلوميٽر (1616 ميل) ڊگهو آهي، ۽ چين جي قديم شهر زينگ (Zang) سان ڳنڍيل آهي. اهو رستو پامير جبل جي مٿان مغرب طرف گذري ٿو هيءُ رستو چين کي پارٿيا سان به ڳنڍيندڙ رهيو آهي.

**پان** (Betel vine/ Piper betel): هي ول وارو ٻوٽو آهي، جنهن جا پن ساوا ۽ بيضوي شڪل جا ٿيندا آهن. پن جي وچ ۾ ٿلهي نس هوندي آهي، جيڪا پن جي ڏانڊيءَ کان شروع ٿي پن جي آخري نوڪدار چيڙي تائين ويندي آهي. ان ڏانڊيءَ مان ننڍيون ننڍيون نسون نڪري


پان

پن ۾ چار ٿاهين ٿيون. پان جو مٿيون پاسو لسو ۽ چمڪدار ٿيندو آهي. هيٺئين پاسي مان نسون نظر اينديون آهن. هي اڇي رنگ جا گل جهليندو آهي. شاهه لطيف سُر "مومل راڻي" ۾ پانن جو ذڪر هن ريت ڪيو آهي:

جهڙا پانن پن، تهڙيون سالون مٿن سائيون،
عطر ۽ عنبير سين، تازا ڪيائون تن.

ڀارت ۽ پاڪستان ۾ پان جي پنن کي چُن ۽ ڪاٿو (ڪَٿو) هٽي، گلقند ۽ سوپارين وجهي "پان" ٺاهي کائيندا آهن. "پان" ۾ ٽينڪ ائسڊ، ڪلوروفارم ۽ وٽامن سي جا جُزا هوندا آهن. طبيبن جي راءِ موجب پان جو مزاج گرم خشڪ آهي. پان کي ڪنهن به حالت ۾ نيراني نه کائڻ گهرجي. ڀارت، سريلنڪا ۽ بنگلاديش ۾ پان جا وڻ ۽ وليون پوکيبون آهن. هن وقت سنڌ ۾ ميرپورخاص، حيدرآباد، ڪراچي ۽ ٺٽي ضلعن ۾ پان جي پوک شروع ڪئي وئي آهي. ڪراچيءَ ۽ ٺٽي ضلعي ۾ پان کائڻ جو رواج ٻين ضلعن جي نسبت ۾ گهڻو آهي. موجوده دور ۾ طبي تحقيق ثابت ڪيو آهي ته گهڻو ڪري پان کائيندڙ ماڻهن ۾ وات ۽ نڙيءَ جو ڪئنسر ٿيڻ جا امڪان هوندا آهن.

**پاناما** (Panama): هن ملڪ جو سرڪاري نالو جمهوريه پاناما آهي. هن جي اتر پاسي ڪريبيئن سمنڊ، اوڀر ۾ ڪولمبيا، ڏکڻ پاسي پيسفڪ سمنڊ ۽ اولهه ۾ ڪوسٽاريڪا آهن. پاناما جي ڪل ايراضي 77082 چورس ڪلوميٽر (29753 چورس ميل) ۽ آبادي 28 لک 21 هزار آهي. هن جي گاديءَ جو هنڌ 'پاناما سٽي' آهي ۽ سڀ کان مٿانهون هنڌ ٻرندڙ جبل بارو (Baru) جي چوٽي (بلندي: 3475 ميٽر) آهي. پاناما جي سرڪاري ٻولي اسپيني آهي، جڏهن ته هتي انگريزي ۽ ڪريول ٻوليون پڻ ڳالهايون وڃن ٿيون. هتان جي



پاناما ملڪ جو نقشو

موسم گرم پر خوشگوار رهي ٿي. هتي جون راتيون نهايت سرد آهن. جڏهن ته جابلو علائقن ۾ سخت سيءُ پوندو آهي. اپريل کان ڊسمبر تائين مينهن پون ٿا. هتان جي مکيه زرعي پيداوار چانور، ڪيلو مڪئي، ڪوڪو اپاڪا، تماڪ، ڪافي ۽ پام آهي ۽ مکيه صنعتن ۾ سيمينٽ، سگريٽ، بوٽ، ڪپڙو سبيل لباس، صابڻ، فوڊ پروسيسنگ، شراب، تيل جي صفائي ۽ ڪافي شامل آهي. پاناما هڪ آزاد جمهوري ملڪ آهي، جتي صدارتي طرز جي حڪومت قائم آهي. صدر رياست جو مملڪتي اڳواڻ، چيف ايگزيڪيوٽو ۽ حڪومت جو اڳواڻ، هٿياربند فوج جو ڪمانڊر انچيف آهي. پاناما جي آزاديءَ جو ڏهاڙو 3 نومبر 1903ع آهي ۽ گڏيل قومن جي اداري (UNO) جي ميمبرشپ 13 نومبر 1945ع کان ڪيس حاصل آهي.

**پاناما نهر** (Panama Canal): اتر ۽ ڏکڻ آمريڪا وچ ۾ اها نهر انساني سائنسي سوچ، فڪر ۽ محنت جو هڪ شاهڪار آهي، جنهن اُتر سانتيڪي مهاساگر (North Pacific Ocean)) ۽ اُتر ائٽلانٽڪ مهاساگر (North Atlantic Ocean) کي ملائي، آمريڪا جي ٻنهي حصن جي بحري سفر جي


پاناما نهر جو ڊيڪ

رستي کي مختصر ڪيو. پاناما نهر جي جاگرافي، ڏکڻ ڪوسٽاريڪا (South of Costarica) ۽ اتر ڪولمبيا (North of Colombia) آهي، هي ڏکڻ ڪيرولينا (South Carolina) ڏانهن ٿوري سوڙهي ٿئي ٿي. اولهه ڏانهن جابلو سلسلو آهي. جتي وڏا ٻيلا ۽ ڪئريبيئن سمنڊ (Carribean Sea) جي زرخيز زمين موجود آهي. پاناما نهر ٻن دورن ۾ مڪمل ٿي، 1859ع کان 1869ع وارو دور جنهن ۾ فرينچ آبي انجنيئر فرڊيننڊ دي ليسيپس

(Ferdinand De Lesseps) سروي جو ڪم شروع ڪرايو پر هو پيلي بخار (Yellow Fever) جو شڪار ٿي ويو هي اهو ساڳيو انجينئر هو جنهن مصر ۾ نهرِ سوئيز (Suez Cannal) کوٽرائي هئي. ٻئي مرحلي ۾ هڪ بحري انجينئر 'ٿيوڊور روزويلٽ' (Theodorre Rosevelt) سال 1881ع کان 1888ع تائين ڪم ڪري هن کي مڪمل ڪيو ۽ ٻيو دفعو ڪم 1904 کان 1914ع جي وچ ۾ اميرڪنس پورو ڪرايو. هن ڪم ۾ 9703 ماڻهن حصو ورتو. هن تي وڏو ناڻو خرچ آيو. هن نهر پاناما جي ڊيگهه 80 ڪلوميٽر 51 ميل آهي. سرد جنگ (Cold War) واري دؤر ۾ سياسي طرح سان انهيءَ پاناما نهر جي وڏي اهميت هئي.

**پان پاڙ:** هي پان جي وڻ جي پاڙ آهي، جيڪا ڳاڙهي رنگ جي ٿئي ٿي. هي معدي ۽ جگر کي طاقت ڏئي ٿي ۽ بک لڳائي ٿي، نڙي ۽ آواز کي صفا ڪري ٿي. طعام کي هضم ڪرڻ ۾ مدد ڏئي ٿي، وائي باديءَ کي وڃائي ٿي. مٿي جي سور، مرگهي ۽ مثاني جي بيمارين، پيٽ جي سور، وات جي بدبوءِ ۽ ڏندن جي سور لاءِ مفيد آهي. هيءَ گرم ۽ خشڪ ٿئي ٿي. هيءَ گرم مزاج وارن لاءِ نقصانڪار آهي هي طبيبن جو ورڪر آهي.

**پانچاٽي:** ٿر ۾ رهندڙ سوٽهڙن جو هڪ پاڙو. جيڪي ٿر جي ڳوٺ هاراج، ملي ۽ حيدرآباد ۾ رهن ٿا. سندن نُک پرمار آهي. انهن مان ڪيترا پڙهيل ۽ وڏن عهدن تي فائز آهن.

**پانچ پرگنيا** (Panch Pergania) **(ٻولي):** هن کي تامارِيہ (Tamaria)، تير (Tair)، تامارا (Tamara) ۽ تانتي (Tanti) بہ سڏيندا آهن. هيءَ ٻولي صدري (sadri) ٻوليءَ کي ويجهو ۽ ڪڙمالي (Kudmali) ٻوليءَ وانگر آهي. هندستان جي جهارکنڊ، رانچي، اولهه بنگال ۽ آسام ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. سال 1997ع جي آدمشماري رپورٽ موجب هن جا 274000 ڳالهائڻ وارا موجود هئا. هيءَ هند- يورپي، هند- ايراني ۽ هند- آريائي ۽ ايرندي خطي جي بهاري ٻولين جي خاندان مان آهي.

**پاندي/ پانڌي:** نَڪ تي ويڙهيل سُٽَ جي ڍيري، جيڪا نَڪ تي ڪتيل هجي، هڪڙي پاندي پوري ڪري وري ٻي پاندي ڪتڻ شروع ڪبي آهي. سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي تہ:

"فلاڻي جي پاندي پوري ٿي نہ ٿي ٿئي!'

**پانڌياڻي:** هڪ ذات جو نالو آهي. اهي نصرپور ضلعي حيدرآباد ۾ رهندڙ آهن. چيو وڃي ٿو تہ هنن جو ڪو وڏو پنڌ وڃي حج ڪري آيو هو ان ڪري اهي پانڌياڻي سڏبا آهن.

**پانڌياڻي:** لغاري بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو پانڌياڻي ڳراڻا ۽ ڪوري آهن. جن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "پانڌياڻي" آهي. هي سماٽ آهن. نصرپور شهر ۾ هنن جا ڪجهہ گهر آهن. چانگن ۾ پڻ 'پانڌياڻي' هڪ پاڙو آهي.

**پانڌيءَ جي ٽڪري:** هيءَ ڳوٺ هڪ ٽڪريءَ جي نالي تي ٻڌل آهي. پانڌي هن ڳوٺ جو رهاڪو هو جيڪو سردار وريل خان جو وڳ چاريندو هو ٽڪريءَ هيٺ وڳ کي ويهاري پاڻ ٽڪريءَ مٿي آستانو ٺاهي عبادت ڪندو هو انهن ڏينهن کان هن ٽڪريءَ کي 'پانڌيءَ جي ٽڪري' چيو ويو ۽ هتي ماڻهن رهڻ شروع ڪيو جواڄ هڪ ڳوٺ آهي.

**پانڌي خان لغاري** (اول): ڪلهوڙن جي زماني ۾ ڪاڇي اندر هيءَ پنهنجي برادريءَ جو سردار، طاقتور ۽ وڏو تلوار باز هو ايتري تائين جو ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي زماني ۾ هن ڪاڇي ۾ پنهنجي هڻ هيٺ هڪ عبوري حڪومت قائم ڪئي ۽ ڪاڇي جي ڏاکڻين حصي ۾ پنهنجي ۽ گاجي خان جي حمايتي ڪوسن کي واهيءَ ۾ وڏي تعداد ۾ آباد ڪيو جنهن جي پويان هن کي ميان نصير محمد جي حمايت حاصل هئي. واهي اصل ۾ تڏهن ماڇين جو ڳوٺ هو جتي پهرين چنا ذات وارا آباد هئا. جيڪو ڳوٺ شمشير خان اوزبڪ ماڇين کان ڪسي پنهورن جي حوالي ڪيو هو جنهن تان ميان نصير پانڌي خان هٿان پنهورن کي تڙائي هتي گاجي شاهہ جي ڪوسن کي آباد ڪرائي هتي هڪ قلعو بہ تعمير ڪرايو هو پر اڳتي هلي انهن ئي ڪوسن منجهان گاجي شاهہ جي مخالف ڪوسن جي سازباز ۽ شورش شروع ڪئي ۽ پانڌي خان (اول)، ميان نصير جي هدايت تي دلو ڪوسي کي قتل ڪري پاڻ اتي رهائش اختيار ڪئي. جنهن تان ئي هن وسنديءَ تي 'واهي پانڌي' نالو پيو جيڪو هينئر تائين قائم آهي. تنهن وقت ۾ ڪاڇي اندر بروهين جي حملن کي روڪڻ، ڪاڇي جي لڪن کي سنڀالڻ جو ڪم هن جوڌي جي حوالي هو هن بهادريءَ سان اها ذميواري نڀائي ۽ نيٺ ميان نور محمد جي زماني ۾ وفات ڪري ويو. ڪلهوڙن، ٽالپرن ۽ انگريزن پانڌي خان جي پوٽينرن کي اعزازي طور زمينون پڻ منظور ڪري ڏنيون. ڪلهوڙن جو هيءَ سپهہ سالار واهي پانڌي جي اولهہ ۾ دلو واري قبرستان ۾ دفن ٿيل آهي.

**پانڌي واهي** (ماڳ): هي ماڳ 40' 25' اتر ويڪرائي ڦاڪ 22' 64' اوڀر ڊگهائي ڦاڪ موجوده ڳوٺ پانڌي واهي تعلقي جوهي، ناڙي نئن جي ويجهو ضلعي دادو ۾ آهي. هن دڙي جي ماپ 20 x 450 x 350 گهٽو حصو قبرستان ٿي ويو آهي. هي ڏاتو پاهڻي ۽ آمري ڪلچر جي دؤر جو ماڳ چيو وڃي ٿو هن ماڳ جي وصف هيءَ آهي تہ ڳاڙهي تي ڪارو نُڪر جيڪو



واهي پانڌيءَ جي تصوير

سنڌو تهذيب جي سڃاڻ آهي ۽ آمريءَ وارو بہ رنگو نُڪر بہ مليو آهي. پٿر مان ٺهيل هڪ تير جو ڦر جيڪو سنڌ ۾ ٻئي هنڌان ڪونہ مليو آهي. ٿامي جا ڦرجيڪي سنڌ ۾ ٻين ماڳن کان سواءِ موهن جي دڙي جي کوٽائيءَ مان مليا آهن، سي پٿر جي ڦر تان نقل ڪيا ويا هوندا. پٿر جي ڦرن جي ٺهڻ ۽ ان جي ٻين هنڌن تي پکيڙ ٻڌائي ٿي تہ هي اوزار شايد ڏکڻ ايشيا جي ايجاد هجي، پر سنڌ ۾ هن جو ملڻ اتفاقي آهي. ان کان سواءِ پٿر جا پٽلا، نُڪر جو ڪرل، پٿر جا مٽڪا، نُڪر جا مٽڪا، نُڪر جون ٽڪيون بہ مليون آهن.

**پاندا:** هڪ قسم جو جانور، پاندو رڇ جهڙو پر ان کان ننڍو گوشت خور جانور آهي، جنهن جي جسم تي اڇي ۽ ڪاري رنگ جا پشم جهڙا گهاٽا وار ٿين ٿا. پاندا اڪثر ڪري ٿڌن علائقن ۾ رهڻ کي ترجيح ڏيندو آهي، تنهن ڪري چين، تبت ۽ سائبيريا ۾ لڌو وڃي ٿو.

**پاندوَ:** هندستاني قديم ادب ۾ هندُن جي ڌرمي ڪتاب طور 'مهاڀارت' کي اعليٰ حيثيت حاصل آهي. منجهس آڳاٽي دور ۾ ٿيل لڙائي 'مهاڀارت' ٻن سؤٽ ڌرين، پاندوَن ۽ ڪوروَن جي وچ ۾ ٿي هئي، جنهن ۾ سري ڪرشن جو ڏنل اُپديش 'ڀڳود گيتا' به شامل آهي. مهاڀارت ۾ بيان ٿيل ڪهاڻيءَ پاندوُ هستناپور جو راجا ۽ پاندوَ راجڪمار پائرن جو پيءُ هو. پاندوُ کي ٻه زالون هيون. ڪُنتي يا پِتا ۽ مادري، جيڪا مدراس جي راجا جي ڀيڻ هئي. هُو هماليه جبلن ۾ اڪيلائي ۾ رهندو هو. سندس زالون جيڪي ساڻس گڏ رهنديون هيون، تن مان پنج پٽ ٿيا، جيڪي مختلف ديوتائين سان منسوب هئا. پاندوُ کين پنهنجي اولاد طور تسليم ڪيو ۽ کين پاندوَ جو نالو ڏنائين. وڏن ٽن پٽن جي ماءُ ڪُنتي هئي، جڏهن ته ننڍن ٻنهي جي ماءُ مادري هئي. يڌشٽر (جنهن جي معنيٰ: لڙائيءَ ۾ ثابت قدم) سينيءَ ۾ وڏو ڌرمراج جو پٽ هو جيڪو ثابت قدم، نياءَ ڪار ۽ ساڪائتو شخص هو ٻيو نمبر پٽ ڀيم يا ڀيم سين، هوا جي ديوتا 'وايو' جو پٽ هو هُو طاقت، همت ۽ مقابلو ڪرڻ ۾ بي مثل هو پر جسم ۾ ٿلهو، چيڙاڪ ۽ ٻاٽڪي هو هُو ايترو گهڻو کائيندو هو جو چوندا ئي هئس 'وِرڪودرَ' يعني 'بگهڙ جو پيٽ'. ارجن (جنهن جي معنيٰ: چِٽو يا چاندي جهڙو)، ٽيون نمبر هو جيڪو 'اِندر' يعني آسمان جي ديوتا جو پٽ هو هُو مهاڀارت جو هيرو نه ته به نمائنده ڪردار ضرور هو هُو پنهنجي مان، مرتبي ۾ بهادرن ۾ بهادر، اعليٰ ذهن رکندڙ، خوش اخلاق ۽ نرم دل هو چوٿون ۽ پنجون نمبر، نَڪُلَ ۽ شَهديوَ مادريءَ جا جاڙا پٽ، سُوريه (سج) جي ٻن جاڙن اَشوِني ڪمارن مان هئا. اُهي به بهادر هئا، پر پنهنجن وڏن ڀائرن وانگر اُنهن جو مَٽ نه هئا.

هستناپور جو راجا ڌرتراشٽر، جيڪو پاندوءَ جو ننڍو ڀاءُ هو اکين کان نابين هو. کيس سندس زال گانڌاريءَ مان سؤ پُٽ ۽ هڪ ڌي دُهسلا نالي هئي. اهو سمورو اولاد کيس وياس جي آسيس سان نهايت عجيب نموني پيدا ٿيو هو سندن وڏي ڪوروَ جي پويان اهي راجڪمار ڪوروَ سڏجڻ ۾ آيا. منجهن سڀ کان وڏو دُريوڌن (معنيٰ: جنهن کي لڙائيءَ ۾ ورلي جيتي سگهجي) سينيءَ جو مهندار هو ۽ بهادر هئڻ سان گڏ چالاڪ، بغض رکندڙ ۽ هڪ راجڪمار ۾ جيڪي اوڻايون ٿي سگهن ٿيون، اُهي منجهس پريل هيون. جڏهن پاندوَ اڃا ڇوڪرائي هئا ته سندن پيءُ به گذاري ويو هو ۽ کين ڌرتراشٽر جي اڳيان سندس ڀائٽين طور آندو ويو هُن کين پنهنجي سنڀال هيٺ آڻي ساڻن سٺو ورتاءُ ڪيو ۽ کين پنهنجن پٽن سان گڏ سکيا ڏياريائين. جلد ئي منجهن اختلاف ۽ هڪ ٻئي لاءِ نفرت ظاهر ٿيڻ لڳي ۽ ڇوڪراٽا ضد ۽ مخالف رويا ڪوروَن ۾ نفرت جي صورت ۾ چوٽ چڙهي ويا. اها ٻاهه تڏهن ويتر ڀڙڪي اُٿي جڏهن ڌرتراشٽر پنهنجو جانشين يُڌشٽر کي پڌرو ڪيو ۽ ساڻ وچان سندس پٽن انهيءَ عمل جي مخالفت ڪئي، ته ڌرتراشٽر پنهنجن پاندوَ ڀائٽين کي ورناوٽ ڏانهن روانو ڪري ڇڏيو. دريوڌن پنهنجي سؤٽن خلاف سازش ڪري سندن گهر کي باهه ڏياري ڇڏي، پر اڳواٽ اطلاع ملڻ سبب، پاندوَن باهه مان بچي نڪتا ۽ برهمڻن جو ويس ڍڪي روپوش ٿي ويا.

پاندوَ جڏهن جهنگل ۾ رهيل هئا ته اُنهن پانچال جي راجا دُروپد جي ڌيءَ دروپديءَ جي سويمبر (مقابلي) جو ٻڌو. جنهن ۾ کيس راجڪمارن ۽ سورمن مان پنهنجو ورُ (مڙس) چونڊڻو هو پاندو، جيڪي برهمڻن جي ويس ۾ لڪيل هئا، پڻ انهيءَ سويمبر ۾ شريڪ ٿيا. ارجن ٻين سورمن ۽ ڪوروَن جي ڀيٽ ۾ مضبوط هو، ڪمان کي موڙڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو ۽ پاندوَ مقابلو جيتي ويا. اهڙي طرح هنن پنهنجو پاڻ کي پڌرو ڪيو ۽ ارجن دروپديءَ کي جيتي ورتو. پنجيئي ڀائر دروپديءَ کي ساڻ ڪري گهر وٺي آيا. اُنهن پنهنجي ماءُ کي خوشخبري ٻڌائي، جنهن حقيقت ڄاڻڻ کان سواءِ کين چيو ته پاڻ ۾ ورهائي کڻو ماءُ جي حڪم کان انڪار ڪيئن ٿي سگهيو ٿي، اهڙي طرح دروپدي پنجنئي ڀائرن جي زال بنجي وئي ۽ اهو طئه ٿيو ته دروپدي هر ڀاءُ وٽ ٻه ٻه ڏينهن رهندي. اها شادي هڪ خصوصي دليل سان درست چئي وئي ته پنج ئي راجڪمار هڪ ئي ديوتا جو حصو آهن، تنهنڪري هوءَ قانوني طور تي فقط هڪ مرد سان شادي ڪري.


پاندون جي خيالي تصوير

ماڻهن ۾ ظاهر ٿيڻ سان، پاندوَن جي موجود هئڻ جي خبر پيئي. جڏهن سندن چاچي ڌرتراشٽر کين دربار ۾ سڏايو ۽ کين ۽ پنهنجن پٽن وچ ۾ راڄ ورهائي ڏنو سندس پٽن کي حصي ۾ هستناپور مليو جڏهن ته سندس ڀائٽين کي جمنا نديءَ ڀرسان موجوده دهليءَ جي ڀرسان اندر پرسٿ مليو جنهن جو نالو اڄ به قائم آهي. هستناپور ۽ اندر پرسٿ جي هڪ ٻئي جي ڀرسان هجڻ مان پتو پوي ٿو ته ڌرتراشٽر جي راڄڌاني ڪيڏي نه بهتر هوندي. يڌشٽر جو دور انصاف ۽ ڏاهپ ڀريو هو جڏهن هن ٻيا گهڻا مُلڪ جيتي ورتا ته هن 'راڄ- سوُيه يگيه' ڪرڻ جو اعلان ڪيو ۽ اهڙي طرح هڪ آفاقي راڄ يا گهٽ ۾ گهٽ 'راجائن جي راجا' ٿيڻ جو اعلان ڪيائين. انهيءَ ڳالهه ڌرتراشٽر جي پٽن ۾ نفرت پيدا ڪري ڇڏي، جن پنهنجي پيءُ تي پاندون کي هستناپور آڻڻ لاءِ زور ڀريو ڪورون سازش ڪري يڌشٽر کي جوا کيڏڻ تي آماده ڪيو سندس مدِ مقابل ڪوروَن جو چاچو سَڪُني هو جيڪو هڪ وڏو جواري ۽ ٺڳ هو يڌشٽر جوا ۾ پنهنجي ملڪيت، محل، راڄ، ڀائر پاڻ ۽ آخر ۾ پنهنجي زال هارائي ويٺو دروپديءَ کي غلامن وانگر دربار ۾ آندو ويو ۽ جڏهن هوءَ ٻاهر وڃڻ لڳي ته دريوڌن جي ڀاءُ دُشاسن کيس وارن کان جهلي واپس گهَيلي آندو جنهن تي ڀيم سندس رت پيئڻ جو قسم کنيو دريوڌن به سندس ران تي ويهڻ سان کيس بيعزت ڪيو ۽ ڀيم قسم کنيو ته هو سندس اُها ران ڪٽي کانئس بدلو وٺندو. اهي ٻئي قسم هن پورا ڪيا. ڌرتراشٽر جي مداخلت ۽ حڪم تي يڌشٽر کي ڇڏيو

ويو. پر هو ڀيهر ان شرط تي راند ڪرڻ لاءِ تيار ٿيو ته جيڪڏهن هارايائين ته ڪيس ۽ سندس ڀائرن کي ٻارهن سالن تائين جهنگل ۾ جلاوطن ٿي رهڻو پوندو ۽ تيرهون سال ڪيس برهمڻ جي حيثيت ۾؛ ڀيم کي بورچيءَ جي حيثيت ۾؛ ارجن کي سنگيت ۽ ناچ جي اُستاد جي حيثيت ۾؛ نَڪُل کي گهوڙي کي سکيا ڏيندڙ جي حيثيت ۾؛ ۽ سهديو کي ڌنار جي حيثيت ۾ وراٽ راجا جي نوڪريءَ ۾ ۽ دروپدي کي راڻيءَ سُديشنا جي نوڪرياڻي ۽ سيبو ٽوپو ڪندڙ عورت جي حيثيت ۾ ٿي رهڻو پوندو. پنجن ئي ڀائرن پنهنجا ٻه ٻه نالا رکيا. هڪڙا اُهي، جيڪي هُو پنهنجي لاءِ استعمال ڪندا هئا ۽ ٻيا اهي جيڪي عام ماڻهن ۾ ڄاتا ويندا هئا. يڌشٽر جو خانگي نالو ڄئہ هو ۽ ماڻهن ۾ ڪَنڪ؛ ڀيم ڄئنت ۽ بَلوَ هو؛ ارجن جا نالا وِڄئہ ۽ برهن نل هئا؛ نَڪَل جا نالا ڄئہ سين ۽ گرنتِڪا هئا ۽ سهديو جا نالا ڄئہ بالا ۽ اِرشتا نيمي واپاري هئا. دروپديءَ کي خوبصورت ڏسي، راڻيءَ جو ڀاءُ ڪِچَڪ، جيڪو حڪومت جو مُک ماڻهو هو، هن ڏانهن بُري نظر رکي وڌيو ته ڀيم ڪيس ماري ڇڏيو. اگني سنسڪار جي رسم ادا ڪرڻ وقت، ڪچڪ جا مائٽ دروپديءَ کي چِکيا ۾ ساڙڻ وارا هئا، ته ڀيم، جيڪو گنڌروَ (سنگيتڪار) جي شڪل ۾ هو، وڌي اچي ڪيس بچائي ورتو. جلاوطنيءَ جو مدو پورو ٿيڻ کانپوءِ پانڊوَن پاڻ پڌرو ڪيو ۽ ارجن جي پٽ اڀيمنيو کي راجا پنهنجي ڌي اُترا شادي ڪرائي ڏني.

هاڻي پانڊون فيصلو ڪيو ته هو پنهنجو راڄ واپس وٺڻ جي ڪوشش ڪندا. وراٽ راجا سندن حمايتي ٿي بيٺو ۽ لڙائيءَ جون تياريون شروع ٿيڻ لڳيون. سيني طرفن کان اتحادين جي مدد ورتي ويئي. ڪرشن ۽ ٻلرام، ٻنهيءَ ڌُرين جا رشتيدار هئا، تنهنڪري وڙهڻ کان پاسو ڪيائون. ارجن ۽ دريوڌن کي سري ڪرشن چيو ته ڪيس يا ته بنا هٿيارن جي پاڻ سان کڻن يا پوءِ وڏو لشڪر. ارجن پنهنجي پاسي سري ڪرشن کي ڪنيو ۽ دريوڌن خوشيءَ سان پنهنجي لاءِ لشڪر جي چونڊ ڪئي. ڪرشن پنهنجي دوست جو سارٿي (جنگي گهوڙي گاڏي هلائيندڙ) ٿيڻ قبوليو. انهيءَ حيثيت سان ان دهليءَ جي اُترئين ميدان ڪُروڪيتر ۾ جڏهن پانڊوَن ۽ ڪوروَن جون ٻئي مخالف ڌريون ويڙهہ ڪرڻ لاءِ هڪٻئي سان دوبدو ٿيون ته سري ڪرشن 'ڀڳود گيتا' (ايشوري گيت) ذريعي ارجن کي سکيا ڏني. دريوڌن جي فوج ۾ دروڻاچاريہ سندس فوجي صلاحڪار؛ انگ ۽ ساڪيا جي راجا ڪَرڻ، مدرا جي راجا ۽ مادريءَ جي ڀاءُ جي ڪمان سندس چاچي ڀيشم پتامهہ جي هٿ هيٺ هئي. ارجن، ڀيشم پتامهہ کي زخمي ڪري وڌو جيڪو ڪجهہ وقت لاءِ زندهہ رهيو. پر ٻيا سڀ هڪٻئي پوبان جان جي قرباني ڏيندا ويا ۽ آخر ۾ دريوڌن سان فقط ٽي ڪوروَ سورما- ڪرپا، اشوَٿاما ۽ ڪرت ورما وڃي بچيا. ڀيم ۽ دريوڌن هڪٻئي سان مقابلو ڪيو ۽ ڀيم سندس ٽنگ زخمي ڪري ڪيس مرٽينگ ڪري ڇڏيو. باقي بچيل ٽنهي ڪوروَن رات جو پانڊون تي حملو ڪيو ۽ پانڊوَن جا ٻار ماري ڇڏيائون، جڏهن ته پنجئي پانڊو بچي ويا. پوءِ يڌشٽر پنهنجي ڀائرن سان گڏجي هستناپور ويو، جتي سندس راڄ گديءَ تي ويهڻ جي رسم ادا ڪئي وئي، پر هو ڪجهہ مايوس هو جو سندس ڪيترائي مٽ مائٽ ۽ دوست لڙائي ۾ مارجي ويا هئا. جلد ئي هن راڄ گدي سنڀالي اشوَميگهہ يگيہ ادا ڪيو ۽ سيئي امن ۽ شانتيءَ سان رهڻ لڳا.

پوڙهو نابين راجا ڌرتراشٽر پنهنجن پٽن خاص ڪري دريوڌن جي موت کي وساري نہ سگهيو ۽ نہ ئي معاف ڪري سگهيو. ڀيم ۽ سندس وچ ۾ سندس زال گانڌاري ۽ پانڊوَن وچ ۾ ۽ ڪجهہ وزيرن سان تلخ ڪلامي ٿيندي رهندي هئي. اُهي پوءِ جهنگل ۾ وڃي رهيا ۽ ٻن ورهين کان پوءِ اُتي جهنگ کي وڏي باهہ لڳڻ سبب پاڻ اُن ۾ سڙي خاڪ ٿي ويا. آخر ۾ گهري رنج ۽ اُداسيءَ ۾ گهيرجي پانڊوَ ۽ ڪجهہ وقت کان پوءِ سندن وڏو ڀاءُ يڌشٽر راڄ گدي تياڳي پنهنجن ڀائرن سان گڏ هماليہ جبل يعني: ميرو جبل اِندر جي سرڳ ڌام ڏانهن هليو ويو. ساڻس هڪ ڪتو هو، جيڪو هستناپور کان سندس پُٺ وٺي آيو هو.

پانڊوَن جي ڪهاڻي اصل ۾ مهاڀارت جي ڪهاڻي آهي، جيڪا هندو ڌرمي روايتن جو بنياد آهي، جنهن ۾ وقت بوقت ٻيون ڪهاڻيون بہ ڳنڍجي ويون ۽ تخيل جي قوت سان وڌيڪ سگهارو ڪيو ويو. محققن جو خيال آهي تہ ڀڳود گيتا ۽ ٻين ڪهاڻين سان گڏ نل جي ڪهاڻي بہ پوءِ واري زماني ۾ ڳنڍي وئي آهي. مهاڀارت جي زماني بابت پڪ سان ڪجهہ نٿو چئي سگهجي. مهاڀارت جي سهيڙيل ڪم کي عام طرح رامائڻ کان هڪ صدي پوءِ جو سمجهيو وڃي ٿو، جيتوڻيڪ اِن ۾ ڪو شڪ ناهي تہ ڪهاڻيءَ جو ساڀيو ڌاڳو ۽ واقعا جيڪي سڌي طرح اِن سان ڳنڍيل آهن، اُهي اويرگاٿا (Epic) جي ڪهاڻي ۽ اُن جي واقعن کان اڳئين وقت جا آهن.

مهاڀارت جو مڪمل متن بہ پيرا انگريزيءَ ۾ هندستان ۾ ڇپيو ۽ فرينچ زبان ۾ M. Fanche جو مڪمل ڪيل ترجمو سندس وفات کان پوءِ ڇپيو. سنڌيءَ ۾ تيجورام روچيرام شرما جو 'مختصر مهاڀارت' پهريون ڀيرو 1913ع ۾ نول ڪشور پريس لاهور مان شايع ٿيو. 1946ع ۾ ميلارام منگترام واسواڻي جو ٻارن لاءِ 'ٻال مهاڀارت' جو سنڌي ترجمو شايع ٿيو. 1955ع ۾ چڪروري راج گوپال آچاريءَ جي انگريزي ۾ لکيل مهاڀارت جو سنڌي ترجمو ٻلديو گاجرا ڪيو، جيڪو هندستان ساهتيہ مالا بمبئي وارن 1955ع ۾ شايع ڪيو، جنهن جو ٻيو ڇاپو 2001ع ۾ امر لوڪ ٽرسٽ. ڪراچيءَ پاران سنڌ ۾ شايع ڪيو ويو آهي.

**پانڊِي**: ڪدڙن سان گڏ ڍولڪ وڄائڻ وارو ڪدڙو، جيڪو گهڻو ڪري ڪدڙن جي ٽوليءَ جو اڳواڻ بہ هوندو آهي، تنهن کي پانڊي سڏبو آهي. چوڻي آهي تہ:

"ڪدڙن جي خاساري ڪي، پانڊي ٿا پُڇن".

**پانيا** (Paniya): هن ٻوليءَ کي 'پانيان' (Paniyan) نيل (Nil) ۽ 'پنياهہ' بہ چيو وڃي ٿو. هيءَ ٻولي ڪداگو ٻوليءَ سان 66 سيڪڙو ملندڙ آهي. هندستان جي ڪرناٽڪ، ڪيرالا ۽ تامل ناڊو ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. 1981ع جي رپورٽ موجب هن جا 63800 ڳالهائڻ وارا موجود هئا. هيءَ دراوڙي خاندان جي آهي، ڏاکڻي تامل، ڪنڙ، تامل ڪوداگو، تامل ملايالم ٻولين جي خاندان مان آهي.

**پانيرو**: تعلقي خيرپور ۾ هڪ ديهہ جو نالو، جنهن ۾ ڪوبہ ڳوٺ ڪونهي.

**پانيل**: هڪ قسم جو سرهو گاهہ، جيڪو جبلن ۽ وارياسن پٽن تي پيدا ٿئي ٿو. طبي لحاظ سان دل ۽ دماغ کي خوش ڪندڙ آهي. حڪيمن موجب گهاٽي رت کي صفا ڪندڙ آهي. ڦٽن ڦرڙين ۽ بدن جي خارش لاءِ انهيءَ گاهہ جو ڪاڙهو ڪيو ويندو آهي. ڪپڙن کي خوشبوءِ دار ڪرڻ لاءِ هي گاهہ ڪپڙن ۾ وجهي رکبو آهي.

- دروازي ۾ لڳل وچين تختن کي بہ پانيل چيو ويندو آهي، جن تي چِٽ يا اُڪرجو ڪم بہ ڪيو ويندو آهي.

**پانيلي:** ٿرپارڪر ضلعي جي تعلقي ڏيپلي ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ٻولي، ٻانڌو، ڪيهاڙو، ڪيهاڙي، ڪانڊيرو، ڍاپڙو، پانيلي ۽ پانيلو.

**پاڻ سڃاڻڻ سپرين** (ڪتاب): هي ڪتاب هند ۽ سنڌ جي نامياري ليکڪا وينا شرنگيءَ جو ترتيب ڏنل آهي. هن ڪتاب جو موضوع "آزاديءَ جي هلچل ۽ ديش جي واڌاري ۾ سنڌي پينرن جو ڪردار" آهي. ڪتاب ۾ ڪل ست مقالا آهن. ان ڪان سواءِ ديش ڀڳتيءَ جا گيت ۽ سڄڻن جا سنيها به شامل ڪيا ويا آهن. هي ڪتاب سنڌي پينرن جي سماجي، ثقافتي ۽ ادبي تنظيم "مارئي" پاران، 2000ع ۾ شايع ڪيو ويو، جنهن جو تعداد 500 آهي. ڪچي جلد سان، 124 صفحن جي ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب جي قيمت 101روپيا آهي.



**پاڻ ڪريمن ﷺ جي هجرت ۽ مدني زندگي** (ڪتاب): هن ڪتاب جو مصنف ڊاڪٽر عبدالهادي سرهيه لاڙڪاڻوي آهي. هيءَ ڪتاب سيرت رسالت ماب صلي الله عليه وسلم جن تي لکيل آهي، ان احساس ڪان ته عام خاص ۽ ننڍو وڏو ماڻهو پاڻ ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي مثالي زندگيءَ کي اختيار ڪري پاڻ کي لائق انسان بڻائي ۽ پنهنجي هيءَ دنيا ۽ آخرت سنوارين. هن ڪتاب ۾ ڪل 11 مضمون شامل آهن. 248 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جو هديو 50 روپيا آهي. هن ڪتاب کي 1993ع تي هادي پبليڪيشن، سرهيا محلا لاڙڪاڻي پاران ڇپائي پڌرو ڪيو ويو.



**پاڻ کي سڌارڻ جو سولو اُپاءُ** (ڪتاب): هيءُ ڪتابچو سترامداس اي. رامچنداڻيءَ جو لکيل آهي. پاڪيٽ سائيز واري هن ڪتاب ۾ 20 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ آنو چاڻايل آهي. ليکڪ، ڇاپو پهريون، تلڪ پريس، سکر مان، سال 1939ع ۾ ڇپايو.

**پاڻو:** مسافريءَ جي هڪ منزل وارو ڊاهو جتي ڪا سراءِ هوندي ته رات جو آرام ڪري صبح جو وري پنڌ پئبو. عام طرح سفر جي هڪ منزل 18 ميلن جي يا ان کان گهٽ وڌ مفاصلي جي ٿيندي آهي. هڪڙي منزل کان پوءِ ڪنهن به طرح 'پاڻو' (ڊاهو) ضرور ڪبو پر جي مسافر ڪنهن سواريءَ تي آهي ۽ اڪيلو آهي ته يڪ ساهي ٻه منزلون ڪري سگهندو آهي پر وهٽ وڏيڪ هلي نه سگهندو آهي، ان ڪري هر حال ۾ هڪڙي منزل تي ڊاهو ڪرڻ بهتر هوندو آهي.

**پاڻ هرڻيون مايون** (ناول): هي هند ۽ سنڌ جي مشهور ليکڪ گوبند خوشحالاڻيءَ جو لکيل ناول آهي، جيڪو هڪ منفرد موضوع تي لکيو ويو آهي، جنهن ۾ عورتن جي وهم پرستيءَ سان جنم وٺندڙ سماجي مسئلن جي ڀرپور نمونې سان عڪاسي ڪئي وئي آهي. ڪتاب جي مهاڳ ۾ پروفيسر هيري شيوڪاڻيءَ لکيو آهي ته ڪتاب جو موضوع (Theme) پهرينءَ پڙهڻيءَ ۾ ئي ڪيس نرالو لڳو. زالن جو جادو منتر ۽ ٽوڻن ڦيڻن ۾ وشواس آهي ۽ ان جا اڳرا نتيجا هن ناول جو موضوع آهن. سنڌ جي نامياري ڪهاڻيڪار علي بابا پنهنجي مختصر راءِ ۾ ليکڪ کي فطري ناول نگار سڏيو آهي، جڏهن ته قاضي خادم لکيو آهي ته خوشحالاڻيءَ جو هي ناول سنڌي سماج جي هڪ ڏکوئيندڙ نبض تي نشتر آهي. نامياري اديب تاج جويي پنهنجي راءِ ڏيندي ناول جي موضوع کي نئون نه پر لڇمڻ ڪومل جي لفظن ۾ "اڇوتو" ڪوٺيندي، ليکڪ کان سوال ڪيو آهي ته "پاڻ هرڻيون" رڳو مايون ٿينديون آهن يا مرد به؟ ليکڪ هن ڪتاب جي ارپنا، اندر يوجواڻيءَ، گوبند مالهيءَ، بهاري لال ڇاٻڙيا، جڳت آڏواڻيءَ ۽ تيج پارواڻيءَ کي ڪئي آهي. پڪي جلد سان ڊيمي سائيز جو هي ڪتاب ڪويتا پبليڪيشن حيدرآباد 2006ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. 160 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 120 رپيا آهي.



**پاڻي:** فطرت جي نظام ۾ پاڻيءَ کي ئي زندگيءَ جو سرچشمو قرار ڏنو ويو آهي. آڳاٽي وقت کان ڪائنات جي جوڙجڪ ۾ چئن عنصرن مٽي، هوا ۽ پاڻي کي مکيه عنصر مڃيو ويو آهي. سيني الهامي ڪتابن ۾ زمين سميت سڄي ڪائنات پاڻيءَ جي حوالي سان بيان ڪئي وئي آهي. انهيءَ حقيقت جو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿو ته ڌرتيءَ جي گولي جو منو حصو پاڻي آهي ۽ فقط چوٿون حصو خشڪي آهي. جمادات، نباتات ۽ حيوانات جي ترقيءَ جو مدار به پاڻيءَ تي آهي. پاڻي آڪسيجن ۽ هائڊروجن جو مرڪب ($H_2O$) آهي. پاڻي سائٽوپلازم جو خاص جزو آهي ۽ هر جاندار جي ترڪيبي جزن ۾ پاڻي ضرور شامل هوندو آهي.



**پاڻيءَ جو نظام:** ڪنهن ملڪ جي تهذيب ۽ تمدن جي معيار کي ان جي پاڻيءَ واري نظام مان جاچيو وڃي ٿو. وڏن شهرن لاءِ پاڻي انهن سمورن مقصدن لاءِ مهيا ڪيو ويندو آهي، جيڪي زندگيءَ سان هر وقت لاڳاپيل رهن ٿا. روءِ زمين تي مٺي پاڻيءَ جو ڪل مقدار سمنڊ جي پاڻيءَ واري حصي جي برابر آهي، جيڪو ٽي سؤ ملين ڪعب ميل آهي. شروعاتي زماني ۾ جڏهن انسان تهذيب ۽ تمدني نظام کان واقف نه هو، تڏهن هو پاڻيءَ جي سهوليت لاءِ ندين ۽ چشمن جي ڪنارن تي رهڻ لڳو. اڍائي هزار سال اڳ، رومن پهريان ماڻهو هئا، جن 60 ميل ڊگهي نهر ذريعي روم تائين پاڻي پهچايو. جڏهن ڪنهن ڳوٺ يا وسندي لاءِ پهريون ڀيرو پاڻي پهچائڻ جي اسڪيم ناهي ويندي آهي، تڏهن في ڪس پاڻيءَ جو مقدار مقرر ڪرڻ

لاءِ انهي آباديءَ جي رهڻي ڪهڻي، گهريلو ۽ عوامي ضرورتن سان گڏ، ڪارخانن جي ضرورت کي به آڏو رکندي گذريل تجربن کي به نظر ۾ رکيو ويندو آهي.

هر ماڻهوءَ کي پاڻي مهيا ڪرڻ ۽ محفوظ رکڻ جو دارومدار پاڻيءَ واري جاءِ ۽ جاگرافيائي حالتن تي ٿئي ٿو. ٿڌن ملڪن ۾ 120 ڏينهن کان 250 ڏينهن لاءِ پاڻي گڏ ڪرڻ ڪافي سمجهيو وڃي ٿو. گرم ملڪن ۾ انهيءَ مقدار کي ٻيڻو ٽيڻو ڪرڻو پوي ٿو. پاڻيءَ جو مقدار جيڪو ضايع ٿئي ٿو ان کي روڪڻ ناممڪن آهي، پر ان تي ڪنهن حد تائين ضابطو آڻي سگهجي ٿو.

**پاڻيءَ جون خاصيتون:** (1) پاڻي قدرت طرفان اهڙو تحفو آهي، جنهن کان سواءِ ڪو به جاندار زنده رهي نه ٿو سگهي. (2) انساني جسم، وزن جي لحاظ کان 65 کان 75 سيڪڙو پاڻيءَ تي مدار رکي ٿو. (3) گرم هئڻ جي حالت ۾ پکڙجي ٿو ۽ وڌيڪ جاءِ والاري ٿو ۽ سرديءَ ۾ سُسي ٿو. (4) ٻوٽن جي واڌ لاءِ ڪاربان، هائڊروجن ۽ آڪسيجن ضروري آهن، جن جو سڌو يا اڻ سڌيءَ طرح واسطو پاڻيءَ سان آهي. ساوَن وڻن ۽ ٻوٽن ۾ 80 کان 90 سيڪڙو پاڻي ٿئي ٿو. (5) گندرف، پوٽاشيم، مئگنيشيم، فاسفورس، ڪئلشيم ۽ لوڻ به پاڻيءَ جي ذريعي ٻوٽن تائين پهچي ٿو (6) جانورن جي کير ۾ 87 سيڪڙو پاڻي آهي. روزمره جي جسماني ڪم ڪار ۾ گرميءَ جي درجي کي برقرار رکڻ، هاضمو ڪرڻ ۽ بيڪار مادن کي جسم مان خارج ڪرڻ لاءِ پاڻيءَ جي ضرورت پوندي آهي. ڪو به ڳار پاڻيءَ کان سواءِ نٿو ٿي سگهي، ان ڪري خوراڪ کي هضم ڪرڻ لاءِ پاڻيءَ جو هجڻ تمام ضروري آهي. پگهر ۽ پيشاب به پاڻيءَ کان سواءِ نه ٿو ٿئي. پاڻيءَ جو وزن مخصوص گرمي پد سان ڪنهن قدر بدلجي ٿو ۽ $40^0$ ($39^0$ F) تي گهٽو ٿئي ٿو. هن جو وزن معمولي پد تي هڪ گرام في مڪعب سينٽي ميٽر ٿئي ٿو.

**پاڻيءَ جا طبي فائدا:** پاڻيءَ جو دوا طور استعمال تمام گهڻي اهميت رکي ٿو. طبي لحاظ کان درياهه جو پاڻي چڱو ۽ وڻندڙ ٿئي ٿو. کوهه جو پاڻي جلد هضم ٿيندڙ آهي. سنو پاڻي مينهن جو آهي. صاف پاڻي گهڻو پيئڻ سان پيشاب جاري ٿئي ٿو. سياري ۾ گرم پاڻيءَ سان غسل ڪبو ته مسام کلندا. گهاٽي رت کي صفا ڪندو آهي. روح کي فرحت ۽ تقويت ڏئي ٿو. سوڄ گهٽائڻ لاءِ پاڻيءَ جي مسلسل ڌار هڻبي آهي. گهڻي بخار جي صورت ۾ مغز تي ٿڌي پاڻيءَ يا برف جون پٽيون رکيون وينديون آهن. ان سان بخار لهي ويندو آهي. تيل کي گرم پاڻيءَ ۾ ملائي ٻاڦارو ڏنو ويندو آهي ته اهو زڪام ۽ نڙيءَ جي مٿئين حصي جي سوڄ لاءِ نهايت ئي فائديمند آهي. $120^0$F تي پاڻي رت بند ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي. ٿڌو پاڻي آنڊن ۽ ٻڪين جي حرڪت کي تيز ڪري ٿو. ڊسٽلڊ واٽر (آئريل پاڻي) هر قسم جي دوائن جي تيارين ۾ ڪم اچي ٿو.

فطرت جي نظام ۾ پاڻيءَ کي ئي زندگيءَ جو سرچشمو قرار ڏنو ويو آهي. سڀني الهامي ڪتابن ۾ زمين سميت سڄي ڪائنات پاڻيءَ جي حوالي سان بيان ڪئي وئي آهي. انهيءَ حقيقت جو اندازو انهيءَ مان لڳائي سگهجي ٿو ته ڌرتيءَ جي گولي جو ٽِيُنو حصو پاڻي آهي ۽ فقط چوٿون حصو خشڪي آهي. جمادات، نباتات ۽ حيوانات جي ترقيءَ جو دارومدار به پاڻيءَ تي ئي آهي. هر جاندار جي ترڪيبي جزن ۾ پاڻي ضروري شامل هوندو آهي. دنيا ۾ پاڻيءَ جا جيڪي ذريعا آهن، سي سڀئي قدرتي آهن. پاڻي آڪسيجن ۽ هائڊروجن جو مرڪب آهي، جيڪو قدرتي طرح گهڻين شڪلين ۾ اسان تائين پهچي ٿو. برف پاڻيءَ جي خالص شڪل آهي ۽ برسات جو ٻيو نمبر مثال آهي. جابلو چشمن ۽ ڍنڍن جو پاڻي خالص ٿيندو آهي. سمنڊ جي پاڻيءَ ۾ سوڊيم ڪلورائيڊ جي آميزش هوندي آهي.

هائڊرولڪس، هائڊرو ڊائنامڪس جو اهو حصو آهي، جيڪو انجنيئريءَ ۾ پيش ايندڙ مسئلن سان تعلق رکي ٿو. پٽڙن مادن جو علم گهڻو پراڻو آهي، جيئن ته ڪيترائي بنيادي اصول (250 ق.م) 'آرڪميڊيز' دريافت ڪيا، پر هيءَ ڳالهه حيرتناڪ آهي، جو ان بعد لڳ ڀڳ ڏيڍ هزار سالن تائين انهيءَ علم ۾ ڪا خاص ترقي نه ٿي. سلطنت روم ۾ آبپاشي لاءِ جيڪي نهرون ۽ نل تعمير ڪرايا ويا هئا، انهن مان خبر پوي ٿي ته رومن ماڻهن کي بيٺل ۽ متحرڪ/ وهندڙ پاڻيءَ جي ڪيترين ئي خاصيتن جي ڄاڻ هئي.



1585ع اسٽيوينس (Stevens)، آرڪميڊيز واري اصول جي روشنيءَ ۾ اهو معلوم ڪيو ته ڪنهن حوض جي تري ۽ پٺين تي پاڻيءَ جو ڪيترو دٻاءُ موجود آهي. 1612ع ۾ گئليليو هڪ ڪتاب لکيو، جنهن ۾ هُن، پاڻيءَ جي ترندڙ جسمن تي بحث ڪيو. ڪجهه ڏينهن بعد ٽاري چلي (Toricheli) ان تي بحث ڪيو ته جيڪڏهن ڪنهن سوراخ مان پاڻي سڌو هيٺ ڪري رهيو هجي ته ان جو عمل ڇا ٿيندو؟ پوءِ سترهين صديءَ جي وچ ڌاري سائنسدان، تجربن ۽ دليلن ذريعي انهيءَ ڪوشش ۾ لڳل رهيا ته متحرڪ پاڻيءَ لاءِ اصول ۽ قانون ڪيئن گهڙجن، انهن ۾ فرانس جا برولي، ڊالم برٽ، ڊارسي ۽ ٻيا، انگلستان (برطانيا) جا رينڪن، فروڊ، اينلڊز ۽ ٿامسن، اٽليءَ جو ونچري ۽ آمريڪا جو فرانسس گهڻو مشهور آهن.

**پاڻيءَ جي طبعي خاصيت:** خالص پاڻي شفاف ۽ بي بوءِ پٽڙو مادو آهي، ان جو وزن مخصوص گرمي پد سان ڪجهه قدر بدلجي ٿو ۽ 4(39 ف) تي گهٽي کان گهٽو ٿئي ٿو دٻاءَ جي وڌڻ سان ڄمڻ جو نقطو گهٽجي ٿو ۽ ٽهڪڻ جو درجو وڌي ٿو هن جو وزن معمولي پد تي هڪ گرام في مڪعب سينٽي ميٽر ٿئي ٿو پاڻيءَ ۾ معمولي لڳلاڻ (Viscosity) يعني ڪونٽر به ٿئي ٿي، جنهن سان ڪنهن متحرڪ جسم کي پاڻيءَ ۾ چرپر ڪرڻ جي طاقت گهربل آهي، جتي پاڻيءَ جي وڏي مقدار جو استعمال عمل هيٺ اچي ٿو اتي پهرين ذخيري ڪرڻ ۽ نيڪال جو انتظام ٿئي ٿو.

**پاڻيءَ جا ذريعا:** پاڻيءَ جي حاصلات جا جيڪي ذريعا آهن، انهن ۾ کوهه، نلڪا، پاڻيءَ جا تلاءَ، ڍنڍون، نديون، چشما ۽ برسات قابل ذڪر آهن. جيڪو پاڻي کوهن ۽ چشمن مان حاصل ڪيو ويندو آهي، ان کي وڏن حوضن ۾ محفوظ ڪيو وڃي ٿو، جيئن ڪجهه عرصي لاءِ پاڻيءَ کي ذخيري ڪري رکي سگهجي. پاڻيءَ کي ڇاڻڻ کان اڳ اهو عمل نهايت ضروري آهي. ان جي گنجائش گهٽ ۾ گهٽ هڪ ڏينهن جيتري هئڻ گهرجي. اڻ ڇڻيل پاڻيءَ ۾ جميل مادو جيڪو امونيا جو سلفيٽ هوندو آهي، ملايو ويندو آهي، ان کان پوءِ ڇڻن کان ڇهن ڪلاڪن تائين ان کي ڇڏيو ويندو آهي ته جيئن پاڻيءَ جو بيڪار مادو تري ۾ رهجي وڃي.

**پاڻيءَ جي فراهمي ۽ ذخيرا اندوزي:** هن ۾ پاڻيءَ جو مقدار ۽ ذخيري جو هنڌ غور جوڳا هوندا آهن. جڏهن ته پاڻي (برسات وغيره ذريعي) جي فراهميءَ واري شرح مستقل نه ٿي ٿئي ۽ پاڻيءَ جي استعمال جي رفتار به بدليل ٿئي ٿي.

**پاڻيءَ جو وهڪرو:** پاڻيءَ جي ڏار جا ٻه قسم ٿين ٿا. هڪ قسم جي حرڪت واضح ۽ مقرر ڪيل ويرن ۾ ٿئي ٿي، يعني ڪنهن خاص هنڌ ۽ وقت تي ان جي طرف ۽ رفتار سان ٿئي ٿي، ان کي مستقيم حرڪت چئجي ٿو ۽ ٻيو قسم اهو جنهن ۾ حرڪت واضح مقرر ڪيل نه ٿي ٿئي ۽ ڪنهن خاص هنڌ ۽ وقت تي ان طرف رفتار جي اڳيرائي سوچيل نه ٿي ٿئي، ان کي غير مستقيم حرڪت چئجي ٿو.

**پاڻي** (ڪتاب): هي وسيم سومري جي شاعريءَ جو مجموعو آهي، جنهن ۾ طويل هائيڪو نظم شامل آهي، جيڪو سنڌوءَ جي پاڻيءَ جي پسمنظر ۾ لکيو ويو آهي. هن ڪتاب تي مختلف ليکڪن پنهنجا رايا ڏنا آهن،




مهاڳ ۾ ناليوارو اديب تاج جويو لکي ٿو ته "وسيم سومري جو هيءَ طويل هائيڪو - نظم جديد سنڌي شاعريءَ ۾ "سنڌو درياهه جي ڪيڏاري" ۽ سنڌوءَ تي رٿيل ڊئمن ۽ ڪئنالن - ڪالاباغ ڊئم، ٿل ڪئنال وغيره خلاف سنڌي ماڻهن جي مزاحمتي تحريڪ جي علامت طور ادبي تاريخ ۾ زنده رهندو." ڪچي جلد سان، هي ڪتاب امرتا پبليڪيشنز، حيدرآباد پاران 2006ع ۾ شايع ڪيو. 64 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 30 روپيا آهي.

**پاڻيارا پکي**[1] (Aquatic Birds): پکين جي هن گروهه ۾ اهي سڀ پکي شامل آهن، جن کي پاڻيءَ ۾ ترڻ اچي ٿو. اهڙن پکين جي پيرن جون آڱريون هڪ سنهي پردي سان ڳنڍيل هونديون آهن. آڱرين ڳنڍيل پير پاڻيارن پکين کي ونجهه وارو ڪم ڏين ٿا، جن کي هلائي اهي پاڻيءَ ۾ تري سگهن ٿا. پاڻيارا، پکي ترڻ سان گڏوگڏ ٽٻيون هڻڻ به ڄاڻندا آهن. خاص طور ڏهڙ ٽٻي هڻڻ جي معاملي ۾ گهڻو مشهور آهي. هيءُ پکي پاڻيءَ جي هيٺين پاسي کان ٽٻي هڻي وڃي ٻئي پر کان نڪرندو آهي. پاڻيارن پکين جا کنڀ پاڻيءَ کان محفوظ (Water Proof) هوندا آهن. جنهن ڪري مسلسل پاڻيءَ ۾ رهندي به آلا ناهن ٿيندا ۽ ضرورت پوڻ تي پکي پاڻيءَ تان پڙڪو ڏئي اڏامڻ لڳندا آهن.

**ڏيهي (Native) پاڻيارا پکي:** پيئڻ (Pelican)، ڪانئرو (Cormorant)، ڪينٽائي (Moorhen)، ٽهڙ (Little Grebe)، ڪڳ (Tern).




**پرڏيهي (Migratory) پاڻيارا پکي:** (1) نيرڳ / نيرڳو / نيرڳي (Mallard)، (2) ڪرڙو (Common Taal)، (3) ڊگوش (Pintail)، (4) رتب (Red Cressed Pochard)، (5) ٿورو هنرو/ ٿورهاندو (Common Pochard)، (6) روهارو (Yellow-eyed Duck)، (7) قاراهو (Wigeon)، (8) ٻولاهي (Coot)، (9) ڳنو اڃو/ هنجهر (Ruddy helduck)، (10) ٽر نيرڳو (Common Shelduck)، (11) منگهه (Grey Goose)، (12) هنج (Swan)، (13) ڀيٽو/ لنگهو (Shoveller)، (14) ٻورٽو/ٻهاڙ (Gad Wall)، (15) وڏو ٽهڙ (Great Crested Grebe)، (16) ٽٻر (Driver)، (17) چيهه (Wood duck)، (18) ڪانباهو (Shag)، (19) چاڙهو (Marbled teal)، (20) چيڪلو (Garganey teal)، (21) لاکي ڄاڄي (Flamingo)، (22) ڪنگ (Tern) (ڪجهه قسم)، (23) ڪينو (Gul) (ڪيترائي قسم).



**پاڻيارا پکي**[2] (ڪتاب): هيءُ ناول مشهور اديب ۽ ماهوار 'ڪونج' بمبئيءَ جي ايڊيٽر هري موٽواڻيءَ جو لکيل ٽيون ناول آهي. هن ناول ۾ پيار- ڪٿا جو عڪس ڏنل آهي. 186صفحن تي مشتمل ڪرائون سائيز واري هن ناول جي قيمت 36 رپيا آهي ۽ ڪونج پبليڪيشن، بمبئيءَ پاران 1993ع ۾ ڇپايل آهي. هن ناول جو انتساب گوبند مالهيءَ ۽ ڪرن شيام جٿسنگهاڻيءَ کي ڪيل آهي.

**پاڻياري:** کوهه يا گهاٽ يا نار تان پاڻي ڀريندڙ، گهڙا ڀري ايندڙ ناريءَ کي 'پاڻياري' چيو ويندو آهي. اهو لفظ ٿوري گهڻي اُچاري فرق سان سڄي نندي کنڊ ۾ ڪتب آندو ويندو آهي. هنديءَ ۾ 'پنگهٽ' (پن= پاڻي + گهٽ = جڳهه، گهاٽ، تڙ)، پاڻيءَ ڀرڻ واري جڳهه کي چيو ويندو آهي. لطيف سائين لفظ گهٽ/ گهاٽ به استعمال ڪيو آهي:

"جن کي سڪ ساهڙ جي، سي گهيڙ نه ڏسن گهاٽ"

سنڌ جي ٻهراڙين ۾ کوهه يا گهاٽ وغيره تان پاڻي ڀرڻ جو ڪم عورتون ڪنديون آهن. هي پورهيت عورتون ميلن جا ميل مٿي تي ٻه ٻه گهڙا کڻي پنڌ ڪنديون آهن. سنڌي شاعريءَ ۾ سنڌن ان پورهئي کي علامت طور به استعمال ڪيو ويو آهي. شاهه ڪريم جي شاعريءَ ۾ پاڻياريءَ جو ذڪر هن ريت ٿيل آهي:

پاڻياري سيڪا، جا سر گهڙو ڌري،
ڪا لئه سندي سڄڻين، ڪا پورهئي ڪاڻ پري.
---
پاڻياريءَ سر ٻهڙو، جر تي پکي جيئن،
اَسان سڄڻ تيئن، رهيو آهي روح ۾.

**پاڻيپت:** هي شهر ڀارت جي صوبي هريانا جي ضلعي ڪرنال ۾ آهي، جيڪو جمنا نديءَ جي ڪناري تي آباد آهي. هيءُ نهايت آڳاٽو شهر آهي، جنهن جي تاريخ مهاڀارت جي زماني کان شروع ٿئي ٿي. پانڊون ۽ ڪورون جي جنگ ۾ جيڪو ميدان مقابلي لاءِ چونڊيو ويو، اهو ’پاڻيپت‘ جو ميدان هو.

پاڻيپت هميشه اولهه کان هندستان تي حملو ڪندڙن جي آماجگاهه رهيو آهي. 326 ق. م ۾ يوناني هن شهر تي حملو ڪري اڳتي وڌيا. ان کان پوءِ وچ ايشيا جون قومون مختلف دورن ۾ (150 ق. م کان 600ع تائين) هن شهر تي حملا ڪنديون رهيون. 402 هه/ 1011ع ۾ محمود غزنويءَ پاڻيپت ۽ ٿانيسر تي حملو ڪيو، جنهن زماني ۾ شام، ايران، عراق ۽ وچ ايشيا کان عرب ۽ ٻيا مسلمانن جا مختلف خاندان هندستان جي مختلف شهرن ۾ آيا ته ’پاڻيپت‘ بهتر آبهوا جي ڪري انهن جي ڏيان جو مرڪز بڻجي ويو. آهستي آهستي هي شهر اهل علم، صوفين ۽ ولين جو مسڪن بڻجي ويو.



پاڻيپت شهر ۾ واقع ابراهيم لوڌيءَ جي مزار جو ڏيک

’پاڻيپت‘ جي عظمت جو زمانو خاص طور اهو هو جڏهن شاهه شرف بو علي قلندر هتي تصوف، سلوڪ ۽ روحانيت جو درس ڏئي رهيو هو. ان زماني ۾ ’پاڻيپت‘ هندستان جي چونڊ بزرگن جو مرڪز بڻيل هو. ان وقت هتي 700 عالم فاضل موجود هئا. 932هه/1525ع ۾ بابر ابراهيم لوڌيءَ کي شڪست ڏني. 964هه/1556ع ۾ اڪبر هيمون بقال جي فوج جو خاتمو آندو. آخري دفعو 1174هه/1760ع ۾ مرهٽن کي احمد شاهه ابداليءَ شڪست ڏني.

**پاڻيپت جون تاريخي لڙايون:** پهرين لڙائي مغل بادشاهه ظهير الدين بابر ۽ سلطان ابراهيم لوڌيءَ جي وچ ۾ 932هه/1526ع ۾ پاڻيپت جي ميدان تي لڳي. سلطان ابراهيم جي فوج هڪ لک سپاهين تي مشتمل هئي ۽ بابر سان گڏ صرف ٻارهن هزار جنگي جوان هئا. بابر پاڻ تجربيڪار سپهه سالار ۽ جنگ جي فن جو ماهر هو بابر ۽ ابراهيم لوڌيءَ جي فوجن وچ ۾ زبردست مقابلو ٿيو. ابراهيم لوڌيءَ جي فوج شڪست کاڌي ۽ پهريون دفعو هندستان ۾ مغل سلطنت جو بنياد پيو.

ٻي لڙائي هيمون بقال ۽ بيرم خان جي وچ ۾ 964هه/1556ع ۾ لڳي. همايون جي وفات کان پوءِ اڪبر بادشاهه جي تخت نشينيءَ جو اعلان ڪيو ويو، تڏهن هيمون بقال جيڪو عادل شاهه جو وزير ۽ وڏيءَ همت وارو هو تنهن دهليءَ ۽ آگري تي قبضو ڪري ورتو پاڻيپت جي ميدان ۾ ٻنهي فوجن وچ ۾ جنگ لڳي. آخر بيرم خان کي فتح حاصل ٿي ۽ هيمون بقال زخمي حالت ۾ گرفتار ٿيو.

پاڻيپت جي ٽين جنگ احمد شاهه ابداليءَ ۽ مرهٽن جي وچ ۾ 1174هه/ 1760ع ۾ لڳي. ان وقت تائين مرهٽا هندستان جي وڏي حصي تي قبضو ڪري چڪا هئا. مرهٽن جي سردار رگهوناٿ مغلن کي شڪست ڏئي دهليءَ تي قبضو ڪيو تنهن کان پوءِ هن لاهور تي حملو ڪري اٽڪ واري علائقي تائين قبضو ڪري ڇڏيو احمد شاهه ابداليءَ اهو علائقو واپس وٺڻ لاءِ چوٿون دفعو برصغير تي حملو ڪيو هن جنگ ۾ مرهٽن کي شڪست آئي. احمد شاهه ابدالي دهليءَ پهچي، شهزادي علي گوهر کي دهليءَ جي تخت تي ويهاريو. 11 سيپٽمبر 1803 تي ’پاڻيپت‘ انگريزن جي قبضي ۾ آيو. پاڻيپت جي موجوده آبادي هڪ لک کان وڌيڪ آهي.

**پاڻي ڪولڻ:** ٿر ۽ راجستان جي هندن وٽ هيءُ رسم عام آهي ته جڏهن گهوٽ ساهرن ۾ پهريون دفعو ويندو آهي، تڏهن ساهُري گهر جيڪڏهن پيئڻ لاءِ پاڻي گهربو ته ساليون چونديون ”پاڻي ٻڌل آهي“. ”گهوٽ پوءِ پاڻي ڪولڻ جا ڪي ٻول چوندو، تڏهن ساليون کيس پاڻي پيارينديون. اهي ٻول هڪجهڙا ۽ مختلف هوندا آهن. مثال طور:

ڪسوئي مهين ڪبوتر ٻولئه، ٻولئه امرت واڻي،
ٻڌان ساڙيان را لال گهاگهرا، ڇُوٽو مارو پاڻي.

[ڪوهه منجهه ڪبوتر پيو ٻولي، سندس آواز مٺو آهي، آءُ سالين جا ڳاڙها گهاگهرا ٻڌان ٿو منهنجو پاڻي کُلي ويو آهي.]

**پاڻيءَ منجهه پساهه (ڪتاب):** هي شير محمد خدابخش عالماڻي المعروف ايس. ڪي. بلوچ جو سنڌ جي پاڻيءَ جي مسئلي تي لکيل ڪتاب آهي. 1976ع ۾ بيماريءَ جي بستري تي هن يادن جي سهاري، سنڌ جي پاڻيءَ جي مسئلي تي ”سنڌ جو ڪيس“ تفصيل سان بيان ڪيو آهي. هو ان کان اڳ ايريگيشن سنڌ ۽ ويسٽ پاڪستان جو سيڪريٽري رهيو هو. هن انگريز دور ۾ سنڌ جي واهن جي سڌاري وارين رٿن (1855ع)، روهڙي پراجيڪٽ (1910ع) کان وٺي سنڌ جي پاڻيءَ سان پنجاب طرفان ٿيل ڪئونس، اينڊرسن ڪميشن رپورٽ (1935ع) ۽ راءِ ڪميشن رپورٽ جي روشنيءَ ۾، 1945ع ۾ پاڻيءَ بابت ”سنڌ پنجاب معاهدي“، پنجاب طرفان سنڌو درياهه ۽ پنجاب جي ندين جي پاڻيءَ جي ورهاست خلاف لڳل ڏاڙن جو تفصيل پيش ڪري، ’سنڌ جو ڪيس‘ دليريءَ سان پيش ڪيو آهي. ان ڪاغذي ۽ عملي ويڙهه ۾ سندس ۽ سنڌ جي ٻين انجنيئرن جو ڪردار هن ڪتاب ۾ تفصيلي ڏنل آهي. هي ڪتاب سنڌ جي پاڻي- ڪيس جو پهريون اهم دستاويز آهي. جنهن جو پهريون ڇاپو ليکڪ خود ڇپايو هو، ٻيو ڇاپو عثمانيه لائبرري چنيهاڻي، ڪمال ديري/ ڪنڊياري پاران ۽ اُن جو ٽيون ڇاپو روشني پبليڪيشن ڪنڊياري 2008ع ۾ ڇپايو آهي.




**پاڻيٽي:** هن جو جنم سنڌوءَ جي ڪناري واري شهر اٽڪ جي ڀرسان هڪ ڳوٺ ’شلاتلا‘ ۾ ٿيو ڪجهه عالمن سندس جنم چوٿين، پنجين، ڇهين ۽ ستين ق. م ڄاڻايو آهي، پر ان جو ڪو به ثبوت نه ٿو ملي. چيو وڃي ٿو ته پاڻيٽي سنسڪرت ٻوليءَ جو ڄاڻو هو. هن سائنسي بنياد تي سنسڪرت ٻوليءَ جي لفظن جي نئين سر جوڙجڪ ڪئي، انهن کي نئين شڪل ڏني،

لفظن جا اچار ناهيا ۽ اچارن مان پيدا ٿيندڙ آوازن کي صحيح انداز ۾ ڳالهائڻ جا اصول مقرر ڪيا.

سنسڪرت جي معنيٰ آهي ’مڪمل‘. هن ٻوليءَ کي ديوتائن جي ٻولي سمجهيو ويندو آهي ۽ عام ماڻهوءَ کي ڳالهائڻ ته ڇا پر ٻڌڻ جي اجازت به نه هوندي هئي. اهوئي سبب آهي جو سنسڪرت عوامي ٻولي ٿي نه سگهي ۽ هوريان هوريان بلڪل ئي ختم ٿي وئي.

سنسڪرت گرامر جي حوالي سان پاڻيڻيءَ استڌيائي (Astadhyai) نالي ڪتاب لکيو. هي ڪتاب اٺن ’بابن‘ تي مشمل هو ۽ هر باب جا چار ننڍا باب هئا. هن ڪتاب ۾ پاڻيڻي خدائن جي ۽ عام ماڻهن جي ٻوليءَ کي الڳ الڳ ڪيو ۽ ان لاءِ ڪجهه قائدا قانون ڪتب آندا. هنن سنسڪرت ۾ استعمال ٿيندڙ اکرن، لفظن ۽ جملن جون 1700 ترتيبون ڏنيون.

**مثال:** جملي جي ترتيب، گڏيل نالن جي ترتيب، آواز ۽ لفظن وغيره جون ترتيبون. درحقيقت پاڻيڻي کان اڳ عام ڳالهائي ويندڙ سنسڪرت ٻولي، ڪجهه گرامر جي اصولن سبب هڪ خاص مقصد لاءِ استعمال ٿيڻ لڳي، جنهن جي ڪري اها عوامي ٻوليءَ واري پنهنجي حيثيت وڃائي ويٺي.

**پاڻيءَ واترِيو** (نانگ): هي نانگ عام نانگ جون وصفون رکي ٿو پر سائنسدان ان تي اختلاف رکن ٿا. انکري ان کي هڪ جدا جنس ’نٽرِڪس‘ (Natrix) جو نالو ڏنو اٿن. هن جنس جون بلائون گپ وارن علائقن ۾ ٿين ٿيون ۽ موقعو ملندي ئي امالڪ پاڻيءَ ۾ لهي وينديون آهن. تلاءَ يا واهه جي هڪ ڪپر کان ٽپو ڏينديون ته وڃي ٻئي ڪناري کان نڪرنديون. پاڻيءَ جي ڪنڌيءَ تي ڏرڻ ۾ رهنديون آهن. ڦرتيليون ۽ مضبوط جسم جون ٿين ٿيون، رات ڏينهن سرگرم هونديون آهن. پاڻيءَ جي ويجهوئي اس ۾ ويٺيون هونديون آهن. سندن خوراڪ ۾ مڇيون ۽ ڏيڏر شامل آهي.



پاڻي واترِيو نانگ

هي بلائون مارچ کان مئي تائين 6 کان 10 آنا پاڻيءَ کان ٻاهر ڪنهن سوراخ يا ڏرڙ ۾ ڏينديون آهن. جن مان جولاءِ کان آگسٽ تائين ٻچا ڦٽي ايندا آهن. ان جنس جون ٻه بلائون سنڌ ۾ آهن. ’نٽرِڪس سئنڪٽي جوهانس‘ اصل ۾ هماليائي نانگ آهي، جيڪو سڄي سنڌ پنجاب ۾ لاڙ تائين ٿئي ٿو ٻيءَ جنس جو نالو ’*Natrix tessellatee*‘ آهي، جيڪا ايران، افغانستان، يورپ ۾ به پکڙيل آهي.

**پاوا:** ڦوڪ واري ساز ”بين“ يا ”الغوزي“ کي ”پاوا“ به چيو ويندو آهي.

ڇڙ پيرن جانورن- ٻڪري، ڳائي مال ۽ ماهي مال جي ڪرن وارا حصا ’پاوا‘ سڏبا آهن. جن جا ڪرڻ ڪلون لاهي، اندريون گودو هٽائي سميت ٻوڙ رڌي کائبا آهن. هي ٻوڙ خاص ڪري پارت کان آيل ماڻهن رواج ۾ آندو آهي، هاڻي سنڌ ۾ به عام طرح کاڌا وڃن ٿا.

**پاوڙو:** ضلعي لاڙڪاڻي جي تعلقي رتيديري ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پاوڙو جوڻيجو سنهڙا ماڇي، باقي خان ڪوسو ۽ عبدالستار بروهي.

**پاولي:** پنجاب جي ڪورين جو هڪ پاڙو جيڪي ڪورڪو ڪم نه ڪندا آهن. خدمت گذاريءَ جو ڪم ڪندا آهن. هي قبيلو الهندي پنجاب کان سنڌ ۾ آيل آهي. ڳائڻ وڄائڻ جو ڪم ڪندا آهن ۽ ڪن ڳوٺن ۾ رهائش پذير آهن.

**پاوندا:** پنجاب جو هڪ قبيلو جيڪو سنڌو درياهه جي ديري اسماعيل خان واري علائقي ۾ رهندڙ آهي. هي پشتو ٻولي ڳالهائيندا آهن ۽ گهڻو ڪري خانه بدوش زندگي گذاريندا آهن.

**پاويل جوڻيجو:** ليکڪ ۽ صحافي پاويل جوڻيجي جو اصل نالو الهڏنو جوڻيجو ولد محمد سليمان جوڻيجو آهي. هن 3 مئي 1962ع تي ڳوٺ گهاڙي، تعلقي ميهڙ ۾ جنم ورتو. تعليم بي. اي اٿس. صحافت جي شعبي سان وابسته آهي. هن ادب جي دنيا ۾ 1979ع کان مضمون نگار جي حيثيت ۾ پير پاتو. صحافي ۽ ڪالم نگار طور سڃاتو وڃي ٿو. سندس ڪالم ۽ مضمون مختلف رسالن ۽ اخبارن ۾ ڇپجندا رهن ٿا. ڪتاب ”ڏينهن ڏٺي جا سپنا“ ۽ ”پاڪستان جي سياست ۽ سياسي پارٽيون“ ڇپيل آهن. هو هن وقت ميهڙ ۾ رهي ٿو.

**پاهہ:** تيزاب جو هڪ قسم، جيڪو رنگريز گدامڙي ۽ ٻيو مصالحو پاڻيءَ ۾ ڳاري ناهيندا آهن. ان ۾ رڱاوت وارو ڪپڙو رڱڻ کان اڳ ٻوڙيندا آهن ته جيئن ڪپڙي جو سڀ مير نڪري وڃي ۽ ڪپڙو رڱجڻ بعد چمڪي. ’پاهه‘ جو ٻيو طريقو اهو به آهي ته سادي پاڻيءَ ۾ ڪار ملائي، ان مان ڪپڙي کي ٻوڙي، اُس تي رکڻ سان ڪپڙي تي مير جون ڌريون مکڻ جي ڦٽين جيان ظاهر ٿينديون آهن. ان بعد ان کي سادي پاڻيءَ سان ڌوئي، رنگ چاڙهيندا ته جيئن رنگ پڪو ٿئي، جيڪڏهن ڪپڙي ۾ مير رهجي ويندو ته رنگ به مير سان گڏ نڪري ويندو. شاهه لطيف به چيو آهي ته:

”ڦرين ڏيندا پاهه، پوءِ رڱيندا رڱ ۾.“

- طب ۾ ڪم ايندڙ هڪ قسم جي ڪار کي به ’پاهه‘ چئبو آهي.

**پاهہ[2]:** پسارڪي وکر جو هڪ قسم، جيڪو جبل جي پيدائش آهي. حڪيمن جو چوڻ آهي ته ان کي پاڻيءَ ۾ پُسائي، آنرائي پاڻي ڪڍي، گُرڙيون ڪبيون ته وات جي ڀَڄ ۽ وات جي مهارن ۽ ڦرڙين کي فائدو ڏيندو آهي ۽ وات جي بدبوءِ ڪڍي ٿو ۽ انهيءَ پاڻيءَ سان ڦٽن کي ڌوئڻ سان ڦٽن ۾ بدبوءِ نه ٿيندي آهي.

**پاهت:** سنڌ ۾ پاهت جو رواج آهي. ڪو به ڪاج ٿيندو آهي ته راڄ يا ڳوٺ وارا، مٽ مائٽ، يار دوست ڏيتي ليتي ڪندا آهن. پاهت کي ”پوٺو“ به ڪوٺين. پاهت مرد به ڏين ته عورتون به. شاديءَ جي ڇني ۾ پاهت ڏيندڙ جو نالو ۽ رقم وغيره لکي ويندي آهي. عورتن ۾ وري ڪا وڏي ساري سنيالي پاهت وٺي، پئسن جي ڳٽ ڪري گهوٽيتن کي ڏيندي آهي. پاهت يا پوٺيءَ جو يَت گهوٽيتن پاران ٿيندو آهي، پر ڪنهن گهر ۾ صرف ڇوڪريون ئي اولاد هونديون آهن، ته پوءِ ان گهر ۾ ڇوڪرين جي شادين ۾ به پاهت ورتو ويندو آهي.

وِهانءِ ۾ ته پاهت وٺبو آهي، پر اڪثر ماٺهو طهر جي موقعي تي به پاهت وٺندا آهن. پاهت ۾ ويجها مائٽ مِٽ ته وَهٽ به ڏين ته روڪ به ڏين، ڪي وري اناج جي جنس ڏين. پاهت جو مقدار يا انداز مقرر ٿيل ناهي، حيثيت مطابق ڏنو ويندو آهي. ان ريت ڪاج ڪندڙ جي مالي مدد ٿي پوندي آهي ته ڪاج به سُرهو ٿيو پوي. اُتر ۾ پاهت کي "مبارڪ" يا "مبارڪي" به چون ٿا ۽ ان کي "پونت" به چون.

**پاهَڙ**: سمن جي هڪ پاڙي جو نالو. هن ذات جا خاص پاڙا هي آهن: (1) چوسر، (2) ڪورناٽي، (3) لنجاٽي، (4) محباٽي، (5) پهلاٽي، (6) رتاٽي، (8) سانگي، (9) سنڌي.


پاهورو

**پاهورو**: گهوڙي کي داٿو ڪارائڻ لاءِ چمڙي يا سُٽ مان ٺهيل ڳوٿري نما توبرو، جنهن ۾ ٻاجهر يا جوئر وغيره جو داٿو وجهي گهوڙي جي وات تي چاڙهي، ٻڌي ڇڏيندا آهن. هن ڳوٿري نما پاهوري جي ماپ ڏيڍ فوٽ کن ٿيندي آهي. پاهوري ۾ ڪارائڻ سان اَن ضايع ٿيڻ کان بچي وڃي ٿو. هي رواج سنڌ ۾ ٽر طرف ۽ هندستان ۾ راجستان ۾ موجود آهي. چوڻي آهي ته:

"جن ڪاڏو آهورن ۾، سي ڪيئن ڪائيندا پاهورن ۾".

**پاهوري**: چمڙي، ٽائر جي ٽيوب يا ٻاچڪي مان ٺهيل هڪ ٿيلهي، جنهن ۾ ترجا واڍا، ڪاٺ جي ڪم ڪرڻ لاءِ اوزار رکندا آهن.

**پاهوڙو**: پاڻ يا گند ڪچري ميڙڻ لاءِ ڪاٺيءَ جي ڪوڏر جهڙو اوزار، جنهن ۾ ڪاٺيءَ جو ڊگهو ڳَنُ وڌو ويندو آهي. 'پاهوڙو' وڏو ٿيندو آهي ۽ ننڍي اوزار کي "پاهوڙي" چوندا آهن. پاهوڙي/ پاهوڙو، هر مالدار گهر ۾ ڍاڳين جي پاڻ/ وٿاڻ تي ضرور هوندو. پاهوڙي سان پاڻ يا وٿاڻ جو کن ڪچرو ميڙبو آهي ۽ ڇيٽا ميڙي هڪ هنڌ گڏ ڪبا آهن.

**پاهوڙي جي ماڙي**: هي دڙو ضلعي ٺٽي جي ڳوٺ شاهڪپور کان پنج ڪلو ميٽر اوڀر ۾ آهي. هن ماڳ تي اسلامي دور جو ٺڪرائو ۽ ٺيون وٺون ملن ٿيون. ڪافي ايراضيءَ ۾ هي دڙو پکڙيل آهي. شاهڪپور جو مشهور بندر ويجهو هجڻ ڪري اهميت وارو ماڳ آهي. اجا کوٽائي ڪانه ٿي آهي.

**پاءُ**: پاڪستان ۾ ڏهائي نظام کان اڳ تور جو هڪ ماپو يا وَٽُ، جنهن ۾ ويهه تولا وزن ٿيندو آهي، يعني سير جو چوٿون حصو اصطلاحي طور ڪنهن به تور يا ماپ جو چوٿون حصو.

**پائريا** (Pyrrhoea): اصل ۾ هيءَ مهارن جي بيماري آهي. هن بيماريءَ جو گڏيل اثر ڏندن تي به پوندو آهي، تنهنڪري محاوري طور هن بيماريءَ کي ڏندن جي بيماري به سڏبو آهي. هن بيماريءَ ۾ مريض جون مهارون ڏندن جي پاڙن وٽان ڪمزور ٿي وينديون آهن، جنهن جي ڪري مهارن مان رت ۽ پونءِ گڏ وهندا آهن ۽ وات ۾ ڌپ (ڪني ڇٽ) ٿي پوندي آهي، مهارن ۾ ڪمزوري ۽ بيماريءَ ڪري مهارون ڏند ڇڏي بيهنديون آهن. گهٽائيءَ ۾ ڏند هن بيماريءَ ڪري بي رونق ٿي ڦڪا ٿي ويندا آهن ۽ ڏندن ۾ سور به ٿيندو آهي، جيڪڏهن هن بيماريءَ جو خاطر خواهه علاج نه ڪرائبو ته ڏند مهارن جي پاڙن کان پهريائين ڪمزور ٿي لڏڻ لڳندا آهن ۽ آخر ۾ ڪري پوندا آهن.

**پائلا**: هي هڪ گياني/ عالم ٿي گذريو آهي، جنهن کي آڳاٽي زمانيءَ ۾ رِگ ويد جا شلوڪ گڏ ڪرڻ جو ڪم سونپيو ويو هو هُن اهي ٻن حصن ۾ سهيڙيا هئا. ڇيووڃي ٿو ته رِگ ويد جي رچناڪار ويدوياس جو نائب هوندو هو.

**پاڻُلو**: سامان رکڻ جي ڪوٺي. تجارت جي مال رکڻ جو پانڊو. سوداگريءَ جي مال رکڻ لاءِ گدام.

**پائلو بياجي** (Paolo Biagi): آرڪيالاجيءَ جو ماهر پائلو بياجي، جنوري 1948ع تي اٽليءَ جي شهر بريشيا ۾ ڄائو 1972ع ۾ ملان يونيورسٽيءَ مان آرٽس ۾ ڪلاسيڪي ادب ۾ ماسٽرس جي ڊگري حاصل ڪيائين. 1981ع ۾ يونيورسٽي آف لنڊن مان 'Prehistoric Archaeology' جي عنوان سان ڊاڪٽريٽ جي ڊگري حاصل ڪيائين. 1988ع کان 2002ع تائين ايسوسيئيٽ پروفيسر طور يونيورسٽي آف وينس ۾ خدمتون سرانجام ڏنائين. هاڻي به ساڳي يونيورسٽيءَ ۾ پروفيسر طور (2002ع کان) پڙهائي رهيو آهي. ڊاڪٽر پائلو بياڳي سنڌ جي آرڪيالاجي ڪاتي سان گڏجي روهڙي هلز پراجيڪٽ تي ڪم ڪري رهيو آهي، جتي هن پٿر جي دؤر جا 200 کان مٿي ماڳ ڳوليا آهن ۽ جن تي کوٽائي به ڪئي آهي. پروفيسر پائلو سنڌ جي پٿر واري دؤر تي وڏي دسترس رکي ٿو هن جا ڪيترائي مضمون شاهه لطيف يونيورسٽي جي انگريزي رسالي "Ancient Sindh" ۾ ڇپيل آهن. شاهه لطيف يونيورسٽي خيرپور ۽ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري سان به معاون طور سلهاڙيل آهي. هن نه صرف روهڙي هلز پراجيڪٽ تي، پر ڏکڻ سنڌ جي ماڳن تي به ڪم ڪيو آهي. هن لس ٻيلي ۽ گڏاڻيءَ واري علائقي جي ميزوليٿڪ دور بابت لکيو آهي ته اهي ماڳ ۽ 7 هزار سال پراڻا آهن. سندس چوڻ آهي ته مهرڳڙهه کان ڪوسٽل ايريا (ساموندي ڪناري واري علائقي) تائين اهڙي قسم جا ٻيا ماڳ به ملي سگهن ٿا، جي کوجنا ڪبي ته ڏکڻ سنڌ ۾ تاريخ کان اڳ واري دؤر جا اڄ به ڪيترائي ماڳ، مڪان موجود آهن پر انهن تي ڪم ۽ تحقيق جي ضرورت آهي.




**پائلي**: ڏهائي نظام کان اڳ جو هڪ سڪو، جنهن جو ملهه چار آنا هو. رپئي جو چوٿون حصو. پاڪستان کان اڳ پائلي چانديءَ مان ٺهيل هوندي هئي، ان وقت رپيا به چانديءَ جا ٺهيل هلندا هئا. ٻيءَ مهاڀاري لڙائيءَ ۾ چانديءَ جا سڪا گم ٿي ويا. انهن جي بدران نِڪَل (ڌاتو) جا سڪا هلڻ لڳا، جيڪي اڄ ڏينهن تائين هلندڙ آهن. پائلي هاڻي استعمال ۾ ڪونه آهي.

**پائنده محمد بن مرزا باقي** (مقبرو): هي مقبرو مرزا باقيءَ جي قبرستان- مڪلي ضلعي ٺٽي ۾ آهي. هي مقبرو مرزا باقيءَ جي وڏي پٽ مرزا پائنده جو آهي. جيڪو صفر 1000هه/1591ع ۾ وفات ڪري ويو. جنهن وقت مرزا جاني سنڌ جي فتح بعد هندستان جي تيارين ۾ هو. هن جي قبر مرزا عيسيٰ اول سان گڏ آهي ۽ ڪتبو پنجن چوڪور خانن ۾ پيرانديءَ کان

اڪريل آهي. ڪتبي جي "قد وصل الي جوار رحمت حضرت الملڪ السبحان ميرزا پائينده بن ميرزا محمد باقي ترخان الله تعاليٰ تاريخ ماهه صفر 1000ھ/ 1591ع" ۽ ڪي بيون آيتون به لکيل آهن. مرزا پائينده پيءُ جي زماني ۾ پنهنجي پٽ جاني بيگ ۽ مصاحب شمس ڪشميريءَ سميت سيوهڻ جو حاڪم هو. 982ھ/1874ع ۾ بکر جو حاڪم به ٿي رهيو هي نيم پاڳل هو.

**پائو/ پاڳو**: کٽ يا پلنگ جو پائو پاوا جدا جدا گهاڙيٽي جا ٿيندا آهن. مثال طور: ڪي چورس پاوا، ڪي سادا، ڪي گول چوڙيدار ته ڪي گول جنديءَ وارا ٿيندا آهن. جنديءَ وارا پاوا خاص هالا ۽ ٿرپارڪر ۾ ٺهندا آهن.



هالا واري علائقي ۾ لاڪا ۽ وگهامل جنديءَ جي ڪم ۾ مشهور آهن ۽ ٿر ۾ سوٿهڙ (واڍا) جنديءَ ۽ ڪاٺ تي اُڪر جو سُنو ڪم ڪن ٿا. ٿر ۾ روهيڙي مان تيار ڪيل فرنيچر، ٻئي ڪنهن وڻ مان ناهيل کان وڌيڪ خوبصورت ۽ پائيدار هوندو آهي. پاوا سنڌ ۾ ٿر ۽ هالا کان سواءِ ڪشمور ۾ به ٺهندا آهن. پر انهن جي جنديءَ جي ڪم ۾ سادگي آهي.




**پائونڊ**: برطانيا جو هڪ سڪو آهي، جنهن ۾ پاڪستان جا 130 جي لڳ ڀڳ روپيا ٿين ٿا.

پائونڊ جي جدول هن طرح آهي:

4 پينس = هڪ شلنگ،

8 شلنگ = هڪ پائونڊ

**پائي**: هڪ قسم جو سڪو جيڪو پاڪستان ۾ ڏهائي نظام کان اڳ رائج هو. ان جي جدول هيٺينءَ ريت هئي:

4 پايون = هڪ پئسو،

4 پئسا = هڪ آنو

16 آنا = هڪ رپيو




هڪ رپئي جي پاڄ جا وري ننڍا ننڍا جدا سڪا ٺهيل هوندا هئا، جيئن: پائي، پئسو، آنو ٻياني (ٻه آنا)، پائلي ۽ آڌيو. پائي ۽ پئسو ٽامي جا سڪا هئا. آنو نڪل جو سڪو هوندو هو ٻياني، پائلي، آڌيو ۽ رپيو چانديءَ جا سڪا هوندا هئا. پر ٻيءَ مهاڀاري جنگ ۾ چانديءَ جا سڀ سڪا گم ٿي ويا، انهن جي جاءِ تي سواءِ ٽامي جي سڪن جي، ٻيا سڀ سڪا نِڪل (ڌاتو) مان ٺهيل رائج ٿيا. پائي هاڻي استعمال ۾ ناهي.

**پائي**[2]: هن نالي سان سنڌ ۾ ٻه ديهون موجود آهن. هڪڙي ضلعي سانگهڙ جي تعلقي ٽنڊي آدم ۾ آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سهوڄهه ساند، جمعو مري، مير حسن مري، مزور مري، شهڪ مري، خدا آباد، دوست محمد مڪراني، دل شير خان مري، عارف چيما، فقير محمد ڏوگر ۽ عبدالمجيد مڪراني.

ٻي ديهه ضلعي دادوءَ جي تعلقي خيرپورناٿن شاهه ۾ آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

موسيٰ واهڻ، فضل چانڊيو، سيد ڇُٽن شاهه، حاجي اسماعيل چانڊيو اندرائي ٽڳا ۽ قائم چانڊيو.

**پائي پٽ ڪٿا** (ڪتاب): تحقيقي، تخليقي ۽ تنقيدي مضمونن تي مشتمل هيءُ ڪتاب، ڊاڪٽر نور افروز خواجه جو لکيل آهي، جنهن جو پهريون ڇاپو، گنج بخش ڪتاب گهر، حيدرآباد 2005ع ۾ ڇاپيو. ڊيمي سائيز جي هن 630 صفحن تي مشتمل ڪتاب ۾ مختلف عالمن ۽ اديبن جي زندگيءَ جا خاڪا، سنڌي ناول، افساني ۽ شاعريءَ بابت تنقيدي ۽ تحقيقي مقالا ۽ مضمون ۽ لطيف شناسيءَ جي موضوع تي تحريرون موجود آهن. ڪتاب جي قيمت 200 روپيا آهي.




**پائين باغ**: ٺٽي شهر جي آثارن ۾ "پائين باغ" به مشهور هو. جيڪو شاهجهان بادشاهه 1633ع ۾ تعمير ڪرايو هو. جيڪو فقط شاهي گهراڻي جي عورتن لاءِ مخصوص هو.

**پائيءَ وارو پڙو**: هي پڙو فيض گنج تعلقي ۽ ناري تعلقي جي وچ تي آهي. هي ڏڙو هاڪڙي جي ڪا ڦٽل بستي هئي. مٿاڇري تي ڦهليل ٺڪرائو چوڙين جا ڀڳل ٽڪرا، دلن ۽ مٽن جون ڇِپون، ٺڪر جا رانديڪا ملن ٿا. هن ڏڙي تي پوئين دور ۾ ميرصاحب ڪڏٺا ناهي شڪار ڪندا هئا. هن ڏڙي تي برسات ۾ پاڻي بيٺل هوندو آهي ۽ پاڻي سڪڻ کان پوءِ ڪافي وڻون ملنديون آهن. هي ماڳ اڌ ميل ڪن ايراضيءَ ۾ ڦهليل آهي ۽ ان جي ڪوٽائي ڪانه ٿي آهي.

**پائي وائي ۽ پائي وُزو** (ڪتاب): هيءُ مرزا قليچ بيگ جو ٻارن لاءِ وندرائيندڙ ٻوليءَ ۾ لکيل ڪتاب آهي. هن ڪرائون سائيز واري ڪتاب ۾ 56 صفحا آهن. سنڌي ادبي بورڊ پاران 1964ع، 1982ع، 1998ع ۽ 2004ع ۾ پنج ڇاپا ڇپجي چڪا آهن.

**پبلڪ اسڪول حيدرآباد**: پبلڪ اسڪول حيدرآباد جو شمار ملڪ جي نامور تعليمي ادارن ۾ ٿئي ٿو. هي اسڪول 1961ع ۾ قائم ٿيو. ان وقت شاگردن جو تعداد فقط 150 هو، پر پوءِ مختلف مرحلن ۾، نصابي توڙي غير نصابي سرگرمين توڙي انتظامي ميدان ۾ ترقي ڪندي، هن وقت انهيءَ عروج تي پهتل آهي، جو اتي هزارين شاگرد تعليم حاصل ڪري رهيا آهن ۽ نه فقط سنڌ ۽ پاڪستان بلڪ ملڪ کان ٻاهران شاگرد به هن اداري ۾ داخلا لاءِ مشتاق هوندا آهن.

هن اسڪول جي شهرت ۽ مقبوليت جا ڪيترائي سبب آهن. پبلڪ اسڪول 100 ايڪڙن کان وڌيڪ ايراضيءَ تي پکڙيل آهي ۽ ايڏي وسيع

ايراضي ڇهن جي ساوڪ سان سٽيل ۽ گلن جي گلزاريءَ سان ٻهڪيل آهي. اسڪول جي عمارت شاندار آهي ۽ هتي شاگردن جي کيڏڻ لاءِ راند جا ڪشادا ميدان آهن. جيڪي شاگرد هاسٽلن ۾ رهن ٿا، انهن جي تعليم، نظرداري، کاڌي خوراڪ ۽ علاج معالجي جو سٺو انتظام آهي. جونيئر ۽ سينيئر سيڪشن جي عمارتن کان سواءِ استادن ۽ ملازمن لاءِ رهائشي ڪالونيون، مسجد، ڊسپينسري، لائبريري ۽ ڪينٽينون پڻ موجود آهن.

بنيادي طرح هي هڪ انگلش ميڊيم اسڪول هو، پر ٻهراڙيءَ مان ايندڙ شاگردن جو خيال رکندي، هن اسڪول ۾ سنڌي ۽ اردو ۾ پنجون ڪلاس پاس ڪيل ٻارن کي به داخل ڪيو ويجي ٿو جن کي خاص ڌيان ۽ محنت سان



پبلڪ اسڪول حيدرآباد جو هڪ ڏيک

هڪ سال اندر ان قابل بنايو ويندو آهي، جو ٻئي سال اهي سنڌي ۽ اردو خوانده شاگرد، ڇهين انگريزيءَ جي شاگردن ۾ گُلهو گُلهي سان ملائي هلڻ جي قابل ٿيو وڃن. غير نصابي شعبن ۾ به پبلڪ اسڪول جا شاگرد ڪاميابي حاصل ڪندا رهندا آهن. وقت بوقت ثانوي ۽ اعليٰ ثانوي امتحانن ۾ به هتان جا شاگرد پوزيشنون ڪڍندا رهن ٿا.

جهان ۾ تصويرن جي بين الاقوامي مقابلي ۾ پاڪستان کي ڪل ٽي سپريم گولڊ ميڊل مليا، جن مان هڪ پبلڪ اسڪول جي "حماد هاشمي" نالي شاگرد کٽيو. ان کان سواءِ پبلڪ اسڪول ڪيترائي گولڊ ميڊل، سلور ميڊل ۽ برونز ميڊل کٽيا آهن. پاڪستان جي آزاديءَ جي موقعي تي انٽر اسڪول ملي نغمن جي مقابلن، ميراٿن ريس، پوسٽر مقابلن، بورڊ آف انٽرميڊيٽ ۽ سيڪنڊري ايجوڪيشن حيدرآباد طرفان ٿيندڙ راندين جي انٽر اسڪول ٽورناميٽن ۽ انٽر ڊويزنل ائٿليٽڪ چيمپين شپ جي مقابلن ۾ پبلڪ اسڪول حيدرآباد هميشه سرس حاصل ڪندو رهيو آهي. هي اسڪول گورننگ بورڊ جي ماتحت هلندو آهي. هن وقت تائين ان جا ڪيترائي پرنسپال ٿي رهيا آهن، جن ۾ نامور ڪهاڻيڪار جمال رند، پروفيسر محمد اسحاق ابڙو ۽ ٻيا شامل آهن. هن وقت حميد سنڌي ان بورڊ جو چيئرمين آهي، جيڪو هڪ وقت پبلڪ اسڪول جو پرنسپال به رهي چڪو آهي.

**پبلڪ سروس ڪميشن:** (ڏسندا: فيڊرل پبلڪ سروس ڪميشن، ۽ سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن- ايندڙ جلد).

**پبلڪ لائبريري سجاول:** پبلڪ لائبريري سجاول، ٽائون ڪاميٽي سجاول طرفان 1961ع ۾ قائم ڪئي وئي، ان وقت جي چيئرمين سيد محبوب شاهه شيرازيءَ جي ڪوشش سان هيءَ لائبريري قائم ٿي ۽ ان لاءِ هڪ عاليشان عمارت پڻ تعمير ٿي. هن لائبريريءَ ۾، شروعات ۾ ديوان چٿنراءِ، پليڊنو دايو ۽ ڪجهه ٻيا انچارج ٿي آيا، جن اعليٰ نموني هن لائبريريءَ کي هلايو. هن لائبريريءَ جو ڀاڳ تڏهن کليو جڏهن 1977ع ۾ عبدالعزيز منڌرو انچارج ٿي آيو. ان وقت جي مختيارڪار ۽ ائڊمنسٽريٽر ٽائون ڪاميٽي سجاول، علي نواز افغان، ڊپٽي ڪمشنر ٺٽي، شاهد عزيز صديقي ۽ عبدالعزيز منڌري جي ذاتي ڪوشش سان هن لائبريريءَ لاءِ مختلف ادارن مان ويهه هزار ڪتاب گڏ ڪيا ويا، جن ۾ سنڌي، اردو، انگريزي، گجراتي، سرائڪي، بلوچي، عربي، فارسي، فرانسيسي ۽ ٻين مختلف زبانن ۾ ڪتاب ۽ ناياب قلمي نسخا شامل هئا. ان کان علاوه 26 زبانن ۾ قرآن شريف جا ترجما پڻ گڏ ڪيا ويا. هن لائبريريءَ ۾ روزانو 22 ڪن اخبارون اچن ٿيون ۽ انهن کان سواءِ تقريباً ڏيڍ سؤ ماهوار، هفتيوار ۽ پندرهن روزه رسالا ايندا رهن ٿا. لائبريريءَ ۾ موجود فرنيچر ۽ الماريون، سرنديءَ وارن ماڻهن ٻاران امداد ۾ ڏنيون ويون. مولوي عبدالله ميمڻ، سجاول ٽائون ڪاميٽيءَ جي چيئرمين ۽ عبدالعزيز منڌري جي ڪوشش سان تقريباً پنج هزار قرآن شريف هن لائبريريءَ ٻاران سجاول جي شهرين ۾ ورهايا ويا. ان بعد هر سال رمضان شريف جي مهيني ۾ هن لائبريريءَ ٻاران مدرسي جي شاگردن ۽ شهرين ۾ قرآن شريف جا تحفا ورهايا ويندا رهيا آهن.

پبلڪ لائبريري سجاول کي هڪ وڏو هال آهي، جنهن کي "ايشيا فائونڊيشن ريڊنگ روم" چيو ويندو آهي. هڪ فري ريڊنگ روم ۽ هڪ اسٽڊي روم به آهي، جنهن ۾ روزانو وڏي تعداد ۾ شاگرد، استاد، صحافي، اديب، شاعر، دانشور، اسڪالر، محقق ۽ عام شهري، خاص مطالعي لاءِ ايندا آهن. انهيءَ کان سواءِ هن لائبريريءَ ۾ علامه اقبال اوپن يونيورسٽي ڪارنر، برٽش ڪائونسل ڪارنر، ايشين ڪائونسل ڪارنر ۽ خصوصي طور تي قرآن شريف جو شعبو به قائم آهي، جنهن ۾ ملڪي ۽ غير ملڪي سربراهن ۽ ضرورتمند ماڻهن مختلف قرآن شريف جا نسخا ۽ قرآن شريف تي لکيل ڪتاب عطيي طور ڏنا آهن. هن شعبي ۾ سنڌي، اردو، انگريزي، عربي، فارسي، گجراتي، پنجابي، سرائڪي، انڊونيشيائي، ملائي، چيني، ڊچ، هسپانوي، اطالوي، سلوني، فرانسيسي ۽ ٿائي زبانن ۾ ترجمي ٿيل قرآن شريف موجود آهن. انهيءَ کان سواءِ شاڪر قاسمي، قاري خوشي محمد، قاري احتشام الحق ٿانوي، خرم مراد، قاري وحيد ظفر قاسمي، مڪي مڪرم جي امام عبدالله الخياط ۽ قاري عبدالرحمان سمرتيءَ جون مڪمل ڪئسيٽون اردو ۽ سنڌي ترجمي سان موجود آهن.

**پبلڪ لائبريري قاضي احمد:** هيءَ لائبريري سال 1960ع ۾ قاضي احمد شهر، ضلعي نوابشاهه (هاڻوڪي بينظيرآباد) ۾ قائم ڪئي وئي. هن لائبريريءَ ۾ ڏيڍ هزار کان وڌيڪ ڪتاب ۽ ڪجهه قلمي نسخا موجود آهن. هن لائبريريءَ ۾ شهر جي معزز شخصيت رئيس علي نواز خان انڙ وڏي تعداد ۾ ڪتاب ڏنا هئا.

**پبلڪ لائبريري مسڻ وڏي:** هيءَ لائبريري 'انجمن اشاعت العلوم، مسڻ' جي ڪوشش سان قائم ٿي. مولوي محمد يامين شورو هن لائبريريءَ جو اعزازي نگران رهيو آهي. هن لائبريريءَ کان اڳ، مسڻ وڏيءَ ۾ به ٻيون لائبريريون: "مدرسه دارالهديٰ" ۽ "اسلاميه هاءِ اسڪول لائبريري" موجود هيون.

**پَٻُ:** ٻيڙ جي مُهڙ واري حصي کي 'پَٻ' چئبو آهي. ڪانياٽيءَ جي وچ واري ڪانچي کي به 'پَٻ' چئبو آهي، جنهن ۾ گهوڙهو وجهي، ڦيرائي، ٻنين ۾ جهار هڪلبي آهي.

**پَبا**: هڪ ذات جو نالو جيڪي لس ٻيلي ۾ رهندڙ آهن. ”رونجهن“ جو وڏو ۽ سردار ”پبو“ هو، جنهن بابت روايت مشهور آهي تہ ڪيس غيبات ڪٽي وڃي ”پب جبل“ ۾ روجهن جو ڪير پياريو ۽ پوءِ اتان موٽائي آندائونس ۽ هو ”ڪانهيري ڪوٽ“ جو سردار ٿيو. روجهن جي ڪير پيارڻ سبب پاڻ رونجهو ۽ سندس اولاد ”رونجها“ سڏجڻ لڳو. پبي جي اولاد مان اُنڙ ۽ چڪار مشهور ٿيا.

**پَبُ جَبل**: هالار جبلن جي ڏاکڻي قطار کي ”پَبُ جبل“ چئبو آهي. جاگرافيائي ورڇ مطابق، هاڪس بي کان يارهن ميلن جي مفاصلي تي ستن جبلن جي هڪ ڊگهي قطار شروع ٿئي ٿي. جبل جي بيهڪ ڪجهہ اهڙي عجيب صورت جي آهي، جو اهو پير جي پَبَ وانگر ڀاسي ٿو. شايد انڪري ئي هن تي اهو نالو رکيو ويو هجي. هي جبل حقيقت ۾ ڪو ايڏو وڏو يا اوچو جبل نہ آهي، ان جون چوٽيون پنج يا ڇهہ هزار فوٽ بلنديءَ واريون آهن. البت هن جبل جون تراڙيون، ڏنڊا ۽ گروڪ، ڇپون، شڪيون ۽ گريون، گهَٽَ ۽ گهيڙ، لَڪَ ۽ لَڪيون ڏسڻ وٽان آهن. وڏي ڳالهہ جيڪا پَبَ جبل سان لاڳاپيل رهي آهي، اها آهي ڀٽ ڌڻيءَ جو پنهنجي رسالي ۾ هن جو مختلف نمونن سان احوال، جنهن ڪري هن جبل جو نالو پري پري تائين پڌرو ٿيو ۽ ان جي غير معمولي اهميت ۾ اضافو آيو. پَبَ جا ڪي حصا آباد ۽ شاداب آهن، جتي جهنگلي ڏُٿَ سان گڏ ميوات جهڙوڪ آمريون، انجير، ڏاڙهون، ڦارهان، ۽ گيدوڙيون وغيره بہ ٿين ٿيون. سموري جبل ۾ ننڍا وڏا سَتَ لَڪَ -آمري، پبوني، راهيگ، شاهہ بلاول، گندبو، لونڊڪي ۽ ويراحب- آهن، جن مان عام لنگهہ فقط ٽي آهن، جن جو مختصر ذڪر هيٺ ڏجي ٿو:

**(الف) پبوٽيءَ وارو لڪ:** جيتوڻيڪ بلنديءَ ۾ هيءَ ٽڪري سيني کان ننڍي آهي، پر تاريخي اعتبار کان وڏي اهميت رکي ٿي. ڇاڪاڻ تہ ڪنهن زماني ۾ بلوچ ذاتيون، سنڌ جي هيٺين علائقن تي هن لڪ کان حملي آور ٿينديون هيون. ان کانسواءِ ديبل سان وڻج واپار بہ هن لَڪ وسيلي هلندو هو عام طرح هن کي ”بلوچستان جو واپاري گس“ ڪري سڏيندا هئا. پشم، ڇانيو چانور، ڏاس، سرنهن، ڪائيون، ڪپڙو ڪٽڪ، ڪجور، ڪلون، گاهہ، گيهہ، ماکي ۽ ٻيون عام استعمال جون شيون ڪراچيءَ جي مارڪيٽ تائين هتان پهچنديون هيون. پبوٽيءَ کي مشهوري ان ڪري بہ حاصل آهي، جو پنهونءَ کي سندس ڀائرن سسئيءَ کان ڇني، جڏهن ڪيچ طرف نيو هو تہ اُهي هن لڪ کان لنگهيا هئا. سسئيءَ کي صبح جو جيئن ئي اهڙي ڪلور جي ڪل پئي تہ پنهونءَ جي تلاش ۾ پنيور کان نڪري ۽ اها ئي واٽ وٺي، اوچنگارون ڏيندي ۽ رڙندي، آخر پبوٽيءَ جي لڪ ۾، پنهونءَ سان ملي ۽ هيڪاندي ٿي.

سڪندراعظم بہ هندستان جي ڪاهہ (356 ق.م کان 323 ق. م) کان موٽڻ وقت پب لتاڙي ويو هو رستي ويندي سندس جيڪي فوجي فوت ٿيا هئا، تن کي اتي دفنائي مٿائن نشانيءَ طور گول پٿرن جا منارا ٺاهيا ويا. محمد بن قاسم جڏهن ديبل تي ڪاهہ (695ع کان 717ع) ڪئي هئي تہ سندس پيادل عرب فوج جو لنگهہ پڻ پَبَ کان ٿيو هو

شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رح (1689ع کان 1752ع) هنگلاج ويندي پَبُ جبل لتاڙيو هو ۽ سندس پير پٿون ٿيا هئا؛ جنهن مان ڪيس سسئيءَ جي تڪليفن جي عملي آزمائش جو احساس ٿيو هو. سندس رسالي ۾ ’پب‘ جبل جو ڪيترا ڀيرا ذڪر آيو آهي:

”تون جي پهڻ پب جو، تہ لِڳَ منهنجا لوهہ“

**(ب) شاهہ بلاول وارو لڪ:** هي لڪ، نامياري بزرگ شاهہ بلاول نورانيءَ (1495ع کان 1590ع) جي نالي پٺيان سڏجي ٿو. هتي، پَبَ جبل جي ماٿريءَ جي پوري وچ تي هڪ ننڍڙو باغ آهي، باغ ۾ ڪجهہ وڻ اهڙا بہ آهن، جيڪي سوين سال پراڻا آهن. هتي چوڌاري ٽڪريون نهايت فرحت بخش نظارو پيش ڪن ٿيون. ڏسڻ ۾ هيءُ لڪ گهٽو ڏکيو آهي، اُن هوندي بہ دادوءَ ۽ ڪوهستان کان اُتن جا قافلا هتان ايندا ويندا آهن. رستي ۾ ”گوڪل جو ڍورو“ بہ آهي، جتي پاڻيءَ جا قدرتي چشما ڦٽي نڪرن ٿا ۽ باغ کي سيراب ڪن ٿا. انهيءَ سرسبزيءَ ۽ شادابيءَ جي ڪري هي لڪ وڏيڪ وڻندڙ آهي. هتي ٻاڻ مور ۽ هرڻ وغيره ڏسڻ وٽان آهن. پر ۾ وهندڙ واهيءَ مان مڇي جام ملي ٿي، جيڪي هتان جي ماڻهن جي گذران جو ذريعو آهن. ان کانسواءِ آبشار، فرحت بخش هوائون ۽ ڪجين جي وڻن جون قطارون، عجيب منظر پيش ڪن ٿيون. هتي ”لاهوت لا مڪان واري غار“ بہ حيرت ڏياريندڙ آهي. ايامن کان قائم هيءَ قدرتي غار، عجيب روايت درجو رکي ٿي، ۽ ڏسڻ واري لاءِ دلڪش نظارو پيش ڪري ٿي، جيڪا هنگول نئن جي پرسان آهي. لاڪيٽو لطيف بہ هنگلاج کان موٽندي هتي پهتو هو ۽ هن غار کي ساراهيو اٿس.

**(ڀ) گندبو وارو لڪ:** هن مان پڪي رستي سان موٽر تي چڙهي، ”ٻيلي شهر“ ۾ سولائيءَ سان پهچي سگهجي ٿو. ڪراچيءَ کان ماڙي پور ويندڙ هي لِنڪ روڊ، لسٻيلي ۾ اچي نڪري ٿو. جتان پوءِ ڪوئيٽا طرف وڃڻ جي بهتر سهولت آهي. هن لڪ کي سياحت جا شوقين ۽ شڪاري گهڻو پسند ڪن ٿا. واٽ ۾ موجود ڪڏون، مڇيءَ جو جهَجهو مقدار مهيا ڪن ٿيون. ماڻهن جي آبادي بہ هن لڪ ۾ ڪثرت سان موجود آهي.

مطلب تہ پَبُ جبل پنهنجي مخصوص تمدني خواه ثقافتي اعتبار کان انفراديت جو حامل آهي ۽ پنهنجي تاريخي، تجارتي حيثيت قائم رکيو اچي. ڪنهن زماني ۾ هن جبل ۾ وڏو واپاري چلتو ۽ سهانگائي هئي، پر اڄ اُهو شان شوڪت برقرار نہ آهي، سواءِ اُهڃاڻ ۽ ڪتابي ڳالهين جي، جيڪي ڪتابن ۾ درج آهن. ”پَبُ جبل“، جهنگلي جانورن جو بہ وٿاڻ آهي. هتي چيتا ۽ ڪارا رڇ بہ رهن ٿا، هتي برساتون بہ بنسبتاً وڌيڪ پون ٿيون، جنهنڪري آباديءَ جا امڪان وڌيڪ آهن. سانوڻيءَ جي سنهي بوند تي پوکون تمام پليون پچن ٿيون. چوڌاري ساوڪ ۽ سبزي هوندي آهي. چوپائي مال ۽ خاص طور گوشت جي ڪوٽ جي پورائيءَ لاءِ پَبُ، ڪراچيءَ لاءِ بهتر ۽ ڪارائتو علائقو آهي.

**پبڻ** (Pabban): تعلقي کپري ضلعي سانگهڙ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڳوٺ دودو گليو (پير سعيد جان)، گهنور نوهڙي، ڪريم سميجو اوطاق رئيس احمد خان، جيئندو چانهيو، ملو راجڙ ۽ اوطاق مشتاق پنجابي.

**پبٽيءَ جي ڍنڍ**: هيءَ ڍنڍ نئين ڪوٽ شهر کان اولهہ طرف آهي، جيڪا تقريباً ٻہ سئو ڪن ايڪڙن ۾ هئي ۽ هاڻي گهٽجي وڃي 32 ڪن ايڪڙن ۾ بچي آهي. ان ۾ پاڻي بيٺل هوندو آهي ۽ منجهس ڪڏهن ڪڏهن پکي بہ ڏسڻ ۾ ايندا آهن.

**پَت:** ڳڙ يا کنڊ جي ڳهاٽي چاش، ڳڙيا کنڊ کي ڪاڙهي، ڳهاٽو ڪري، پَت ٺاهبي آهي ۽ ان مان وڙو ٺهندو آهي، جيڪو سياري جي سستي خوراڪ آهي. اڪثر ڳڙ جي پت ۾ گيهہ وجهي، وڙو ٺاهي، ٻاجهريءَ جي مانيءَ سان سياري ۾ کائيندا آهن. اهڙي پت ۾ پڪڙا، ٻوهي مڱ يا بادام وغيره وجهي ڳڙدائي يا لائي ٺاهي ويندي آهي.

**پِت:** جسم تي گرميءَ کان ٿيل آرايون، پتِ جي ڪري جسم ۾ خارش ٿيندي آهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن پت جا وڏا وڏا داڳا نڪري ايندا آهن. جن جي ڪري جسم جو رنگ بدلجي ڳاڙهسرو ٿي ويندو آهي ۽ جسم ۾ بي چيني پيدا ٿيندي آهي.

**پت[2]:** "پتي" جي رس کي بہ "پتِ" چئبو آهي، جنهن کي انگريزيءَ ۾ 'Bile' چئبو آهي، جيڪا ماني کائڻ کان پوءِ جگر مان خارج ٿيندي آهي. هيءُ مادو جگر ۾ ٺهي پوءِ هڪ نليءَ جي ذريعي، جنهن کي 'Bile duct' چئبو آهي، ننڍي آنڊي ۾ ايندو آهي ۽ کاڌي سان گڏجي، ان کي ڪيميائي صورت ۾ آڻيندو آهي. پت جو رنگ چمڪندڙ سائو ٿيندو آهي. جيڪڏهن پت جي خارج ٿيڻ ۾ ڪا رڪاوٽ پيدا ٿيندي تہ جسم ۾ سُور محسوس ٿيندو آهي ۽ ٿيندي ٿيندي جسم جي "کل" جو رنگ پيلو ٿي ويندو آهي. اهڙيءَ طرح هن مرض کي "يرقان" يا "سائي" چئبو آهي. پت ۾ 'Bile Pigments' ۽ 'Bile Salts' هوندا آهن. هنن مادن ۾ هاضمي دوران ڪجهہ تبديليون اينديون آهن، جيڪي کاڌي کي هضم ڪرڻ ۾ مدد ڪنديون آهن. 'Bile Pigments' پاخاني ۽ پيشاب جي ذريعي خارج ٿيندا آهن.

**پتاشو:** هڪ قسم جي مٺائي، کنڊ جي چاش مان ٺهيل اڇي گول ٽڪي، پتاشا مٺائيءَ طور خوشيءَ وارن موقعن (شادي، نڪاح، طوهر وغيره) تي ورهائبا آهن. "پتاشو" مٺو ٿيندو آهي، انهيءَ ڪري نهايت مٺي شيءِ جي پتاشي سان ڀيٽ ڪندا آهن. جيئن: "پتاشو انب"، جيڪو تمام مٺو ٿيندو آهي، ان ڪري انب جي ان جنس تي "پتاشو" نالو رکيو ويو اهڙيءَ طرح ڪجيءَ جي هڪ جنس گهڻي مٺي ٿئي ٿي، تنهنڪري ڪجيءَ جي انهيءَ جنس کي "پتاشو ڪجي" چوندا آهن. پتاشن جو شربت تپ جي گرمي ۽ اُڃ گهٽائي ٿو ڳوٺن ۾ ان کي سُنڍ، ڪارن مرچن، ڦوٽن ۽ گيهہ ۾ ڳاري پيئندا آهن تہ کنگهہ ۾ فائدو ڏيندو آهي. هيءُ طعام کي هضم ڪرڻ لاءِ بہ مفيد سمجهيو ويندو آهي. ٻهراڙين ۾ اڄ بہ ڪٿي ڪٿي خوشيءَ جي موقعن تي پتاشا ورهايا ويندا آهن.

**پتافي:** هڪ ذات جو نالو. بلوچن جو هڪ قبيلو. هيءَ قبيلو ڪورائي بلُوچن جي شاخ آهي، پتافي قبيلي جو ڏاڏو ڪورائي هو جيڪو جلال خان ولد هرين جو پٽ هو 'دستي' ۽ 'ٻداڻي' بہ هن قبيلي جون شاخون آهن. سنڌ ۾ ميرپور ماٿيلي ۽ اُٻاوڙي پاسي پتافي ڪافي تعداد ۾ ويٺل آهن، جڏهن تہ بهاولپور رياست ۾ پڻ گهڻي انداز ۾ رهندڙ آهن.

ٺٽڍي الهيار ۾ بہ ڪجهہ پتافي رهن ٿا. هن وقت صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر امداد علي پتافي، ضلعي ٽنڊي الهيار جي تڪ مان چونڊيو آهي. ماٿيلي طرف جو سردار احمد علي پتافي بہ هن وقت پيپلز پارٽيءَ جو چونڊيل صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر آهي.

پتافي لفظ جي معنيٰ آهي ڏکڻ وارا. "سنڌ جون چند ذاتيون" ڪتاب ۾ لکيو ويو آهي تہ پتافي قبيلي جو ڳوٺ لنڊ پتافي هو. سرداريءَ جي پڳ قندراڻي قبيلي تي هئي. هن وقت پڳ گلواڻي پاڙي جي پتافين تي آهي، جنهن جو سردار احمد علي سان پتافي آهي. مرزا قليچ بيگ "قديم سنڌ، ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو" (ص 303) ۾ لکيو آهي تہ پتافي، ڪورائي بلوچن جي هڪڙي شاخ آهن، هنن جو ڏاڏو ڪورائي بن مير جلال خان هو دستي ۽ ٻداڻي بہ انهيءَ شاخ جون ڦريون آهن. هي سنڌ ۾ ميرپور ماٿيلي ۽ اُٻاوڙي طرف رهندا آهن، اڪثر سرائڪي ڳالهائين ٿا. مولائي شيدائيءَ جي ڪتاب "تاريخ بلوچستان" (ڇاپو 1941، ص 28) ۾ گورچاڻين جا ٻارهن پاڙا ڄاڻايل آهن، جن مان هڪ پاڙي جو نالو "پتافي" آهي. يعني پتافي، گورچاڻي "رند" بلوچ آهن. انهي ساڳئي ڪتاب ۾ پتافي خاندان، ذات، قبيلي يا شاخ جون هيٺيون ڦريون لکيل آهن: (1) جرواڻي، (2) هوتمان، (3) ڪتالاڻي، (4) براهماڻي، (5) متڪاڻي، (6) جنگلاڻي، (7) سرموراڻي، (8) نلراڻي، (9) اميگراڻي، (10) گوڪيباواڻي (گوڪياواڻي) ۽ (11) ياوناڻي. مقامي طور چاڪراڻي، جيوٽاڻي، گهنوراڻي، رحيماڻي، ڪرماڻي ۽ بگاڻي پڻ پتافين جا پاڙا آهن.

**پتافي، بهاءُالدين "بهائي"، مولوي:** مولانا بهاءُالدين "بهائيِ" ولد جلال الدين پتافي، 1239 هہ/ 1823ع ۾ ڳوٺ نصير ڪوٺي لڳ گهوٽڪيءَ ۾ ڄائو. هُو پتافي قبيلي جي "ياوناڻي" شاخ مان هو. مولوي سيد علي اڪبر شاهہ وٽ فارسي ۽ عربيءَ جي تعليم حاصل ڪيائين. تعليم مڪمل ڪرڻ کان پوءِ مختلف مدرسن ۾ درس ڏيندو رهيو. هو وڏو عالم ۽ مصنف هو. فارسي ۽ سنڌيءَ ۾ سندس 21 ڪتاب لکيل آهن. شعر ۽ شاعري ۾ بہ پنهنجو مٽ پاڻ هو. فارسيءَ ۾ سندس شاعري موجود آهي. 114 سالن جي عمر ۾ 24 محرم 1352هہ/ 1933ع ۾ وفات ڪيائين.

**پتافي جادو:** ضلعي سکر جي تعلقي ميرپور ماٿيلي ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حيدر ماڇي، مولا بخش لغاري، ڪرم لغاري، اسماعيل گبول، جادو پتافي، صوفي فضل ڪريم، زمان ڪشميري، شير ڪوڪر الله بخش پتافي ۽ الهداد مگڻهار شامل آهن.

**پتافي، فيروز:** مير بهرام خان ٽالپر ۽ مير صوبدار خان ٽالپر جي بيگناهہ قتل کان پوءِ جيئن ئي تخت تي ميان غلام نبي ڪلهوڙي کي ويهاريائون تہ راڄوليڪيءَ جي چوڻ تي ميان غلام نبي بيگناهہ حيدرآباد جي قلعي ۾ ميان سرفراز خان ڪلهوڙي سان گڏ سندس ڀاءُ ميان محمود خان ڪلهوڙي، سندس پٽ ميان مير محمد خان ڪلهوڙي ۽ ميان عطر خان کي قيد ڪيو ۽ ميان عبدالنبي انهن ڇئني کي قتل ڪرائي ڇڏيو.

فيروز پتافي ميان غلام نبي جو سپهہ سالار هو. پر ان کان پهرين اهو ميان سرفراز جي خاص صلاحڪارن مان هو. جڏهن مير بجار خان ٽالپر حرمين کان سنڌ ۾ آيو تڏهن مير عبدالله خان ٽالپر، مير فتح علي خان ٽالپر، مير غلام علي خان ٽالپر، مير فتح خان، مير سهراب خان ٽالپر، مير الله يار خان ٽالپر، مير محمود خان ٽالپر، مير ٺارو خان ٽالپر، مير شاد علي خان ٽالپر اچي وٽس حاضر ٿيا ۽ کيس ڪلهوڙن جي ظلم کان آگاهہ ڪيائون. هيڏانهن ميان غلام نبي مير بجار خان سان جنگ ڪرڻ جي تيارين ۾ مصروف ٿي ويو ۽ راڄوليڪي، مير بجار جي اچڻ جو ٻڌي اهڙو تہ خوفزده ٿيو جو هڪدم زهر کائي خودڪشي ڪري ڇڏيائين.

ميان غلام نبيءَ سان گڏ جنگ ۾ فيروز پتافي، الله بخش جهنجهڻ، محمد حسن کهاوڙ ۽ ٻيا سپهه سالار موجود هئا، مير بجار خان ٽالپر ۽ ميان غلام نبي جي وچ ۾ جنگ لڳي، جنهن ۾ هزارين سپاهي قتل ٿي ويا، انهيءَ جنگ ۾ فيروز پتافي وڙهندي وڙهندي ٽالپرن جي بهادر سپاهين هٿان قتل ٿي ويو پر جنگ هلندي رهي، مير بهرام خان جي هڪ وفادار نوڪر يارو موقعو ڏسي جنگ ۾ ميان غلام نبيءَ کي تلوار هڻي قتل ڪري ڇڏيو فيروز پتافي وڏو بهادر هو. مير بهرام ۽ مير صوبدار خان کي قتل ڪرائڻ وارن جي لسٽ ۾ هن جو پڻ نالو آهي.

**پتافي، فيض محمد سڪندري:** ڪاتب، ليکڪ ۽ شاعر فقير فيض محمد سڪندري ولد حمزو پتافي، ڳوٺ بهاول خان پتافي، تعلقي ڏهرڪي، ضلعي گهوٽڪيءَ ۾ 15 نومبر 1962ع تي ڄائو. پنج درجا پرائمري پاس ڪرڻ کان پوءِ مدرسه 'جامعه راشديه' درگاهه پير جو ڳوٺ ۾ داخل ٿيو. 1983ع ۾ فارغ التحصيل ٿي روزاني مهراڻ حيدرآباد ۾ اچي ڪاتب مقرر ٿيو اتان ئي سندس علمي، ادبي ۽ فني سفر جي شروعات ٿي. روزاني عبرت، روزنامه سفير، ماهوار هلچل، ماهوار هدايت، ماهوار 'نئين زندگيءَ' ۾ به ڪاتب ٿي رهيو. هن 1986ع ۾ تنظيم المدارس اهلسنت لاهور مان سَنَد 'شهادة العالميه' (ايم. اي) حاصل ڪئي. 1992ع ۾ سنڌي لئنگئيج اٿارٽي حيدرآباد ۾ ڪاتب/ پروف ريڊر طور مقرر ٿيو. هن وقت ساڳي اداري ۾ "اڪيڊمڪ پروگرامنگ آفيسر" هئڻ سان گڏ "ٽرانسليشن اينڊ ٽرانسليٽريشن بيورو" جو انچارج آهي. هن سنڌ جي ڪيترن عالمن جي ڪتابن، ڪتابن جي سرورق ۽ مزارن جي ڪتبن ۽ مختلف ادارن جي مونوگرامن جي ڪتابت (خطاطي) ڪري پاڻ مڃايو آهي.



'تفسير ڪنزالايمان' (سنڌي ترجمو)، 'بيان الرحمان في ترجمة القرآن'، 'برڪات الصلواة'، 'دلائل الخيرات'، 'متبرڪ وظيفا' وغيره سندس ڪتابت جا بهترين نمونا آهن. فيض محمد سڪندري ٽه ماهي 'الفيض' حيدرآباد جو ايڊيٽر رهيو آهي. ڪتاب 'فيضان الصلواة' جو مؤلف آهي ۽ ماهوار 'الراشد' (پير جو ڳوٺ) ۽ 'الهديٰ' (شاهپور چاڪر) سان لاڳاپيل آهي. "سورهيه بادشاهه ادبي فورم" سنڌ جو ميمبر ۽ جميعت العلماءِ سڪندريه پاڪستان جو تاحيات ميمبر آهي. هو هن وقت هولي اٿارٽيءَ طرفان تيار ٿيندڙ "فارسي- سنڌي لغات" تي ڪم ڪري رهيو آهي. جنهن جو پهريون جُلد سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ طرفان ڇپائيءَ جي آخري مرحلن ۾ آهي ۽ هن اداري طرفان ڪتاب "قديم سنڌي مدحيات" کي جديد صورتخطيءَ ۾ آندو آهي. فيض محمد سڪندري دارالعلوم صبغة الاسلام (شاخ جامع راشديه) قاسم آباد، حيدرآباد جو باني ۽ الفيض دارالاشاعت واسلامي لائبرري، لطيف آباد، حيدرآباد، سنڌ جو 1998ع کان اعزازي انچارج ۽ اشاعتي نگران پڻ آهي.

**پتائي گجر** Carrot/*Dacus carota*: هڪ قسم جي اوپڙ آهي، جيڪا ڀاڄين ۾ شمار ٿئي ٿي. پتائي گجرن جو اصل وطن وچ ايشيا، پنجاب ۽ ڪشمير ليکيو وڃي ٿو پتائي گجرن ۾ وٽامن اي ۽ سي سان گڏوگڏ معدني جزا به شامل آهن، خاص ڪري منجهن ڪيميائي لوڻ به هوندو آهي، تنهنڪري ڪائڻ ۾ ذائقي واريون ٿينديون آهن. پتائي گجرون نه صرف ڀاڄيءَ طور استعمال ٿين ٿيون، پر هنن مان حلوو به ٺهندو آهي، جنهن کي تمام گهڻو پسند ڪيو وڃي ٿو. ان ڪانسواءِ ان مان 'آهُري' نالي سانڌاڻو به ٺاهيو ويندو آهي. هيءَ فصل ربيع جي موسم جو آهي، پر هن ۾ ڪنهن حد تائين گرمي سهڻ جو به مادو موجود آهي، انهيءَ ڪري وچٿري موسم ۾ به ٿينديون آهن. پتائي گجرن جون آڳاٽيون جنسون سيپٽمبر کان آڪٽوبر تائين پوکي سگهجن ٿيون. منڌائتي پوک نومبر ۾ ۽ پاڇاٽي پوک ڊسمبر ۾ ڪري سگهجي ٿي. هن کي "ڳاڙهو گجر" به چيو وڃي ٿو. جنهن کي ڪائڻ سان نظر وڌي ٿي.



**پَٽ پَري:** ضلعي ۽ تعلقي حيدرآباد ۾ هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پير تاج محمد شاهه، برهان بخشڻ راڪي، حاجي هاشم جمالي، حاجي رمضان جمالي، حاجي عمر جمالي، حاجي پير حسين جمالي، عبدل ماڇي ۽ عثمان خاصخيلي.

**پٽرائي/ پڪار:** سر جي ڪانن، ڪَٽڪ ۽ ڊڀن جي تيلين، ڪجيءَ جي سنهڙي ۽ ڪونئري ٻج، لئيءَ جي لاڪڙ، پن ۽ ڏيرجا پاند، ڪانهن جي پوڙي ۽ ڪانيءَ مان وڏي ڪارج جون سهٽيون، سستيون ۽ روزمره جي استعمال جون شيون ٺاهڻ جي ڄاڻ کي "پٽرائي" جو هنر ۽ اها ڄاڻ رکندڙ هنرمند کي "پٽرائي" چئبو آهي. صدين کان پٽرائي، جون ٺهيل ڪارائتيون شيون گهرو استعمال لاءِ وڪرن، اناج، مڇي، ميوات رکڻ ۽ هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ کڻي وڃڻ لاءِ ٺاهيون ۽ واپرايون وڃن ٿيون. پنڊين، پکن، وِڃڻين ۽ ڪارين تي رنگ برنگي سٽ ۽ پَٽ جا ڦندڻ، ٽنئور ۽ جهالرون ٽاڪي، انهن جي زيب ۽ زينت ۾ وڌيڪ اضافو ڪيو ويندو آهي. انهن کي گهر جي آرائش ۽ سجاوٽ لاءِ به استعمال ڪيو ويندو آهي. شاهه سائينءَ رسالي جي ڇٽن سُرن ۾ پٽرائيءَ جي ٺهيل ڪجهه شين کي ڳايو ۽ ساراهيو آهي.

**پَٽڙٽي:** سونارڪي ڪم جو هڪ اوزار، جنهن سان ڳهن تي ڇَٽ ڪيبا آهن. لوهه يا پتل جي هڪڙي پٽي هوندي آهي، جنهن ۾ ڇٽن وارا خال ٺهيل هوندا آهن. سونارا ڳهه تي پَٽِ رکي ڇٽ جو نشان ليکي پوءِ اهو ڇٽ ٺاهيندا آهن.

**پِتَل:** ڌاتوءَ جو هڪ قسم، جيڪو ٽامي ۽ جست ملائڻ سان ٺهندو آهي، جنهن ۾ ٽامو 60 سيڪڙو ۽ جست 40 سيڪڙو هوندو آهي. ٽامي ۽ جست جي جدا جدا انداز ۾ ملائڻ سان به پتل ٺهندو آهي، جيڪو هيڊي رنگ جو ٿيندو آهي.

**پُتلو:** ڌهريءَ يا هار جي وچ ۾ پهيل ٽڪڙو يا ٽڪلو پتلو گهڻو ڪري گول ٿيندو آهي، پر جدا جدا ڊزائينن ۾ به سونارا ٺاهيندا آهن. ڪي ٽڪلا ٽورن

چٽن سان ٺهيل هوندا آهن ته ڪي ٽڪن سان، جڙاءدار هوندا آهن. ٽڪلو ڪيترن ئي نمونن جو ٺهندو آهي، ڪن هنڌن تي (نواب شاهه ضلعي جي ڀرارڙين ۾) چانديءَ مان ٺهيل ٽڪن ۾ جڙيل ”ڊولڻي“ کي به پُتلو چوندا آهن، جنهن ۾ ڏور وجهي ڳچيءَ ۾ پاتو ويندو آهي.


پُتلو

- پُتلو ڪنهن بُت يا ڪپڙي جي ٺهيل ٻوتي کي به چئبو آهي.

**پُتلي:** مٽيءَ يا ڌاتوءَ مان ٺهيل ننڍڙو بُت، مورتي، ڪاٺ جو گُڏو، ڪاٺيءَ مان ٺهيل خاص قسم جي گُڏي، جيڪا ”پتلين جي تماشي“ ۾ پيش ڪئي ويندي آهي. پتلين جي راند گهڻو ڪري راجستاني نٽ يا بازيگر ڪندا آهن. دنيا جي ڪيترن ئي ملڪن ۾ پتلين جو تماشو ڪيو ويندو آهي، جن ۾ هالينڊ ۽ چين قابل ذڪر آهن. پاڪستان ۾ پڻ اهڙا کيل ڏيندا آهن. رفيع پير ٿيٽر ۽ ٻين ڪن ٿيٽرن پاران سماجي مسئلن تي پتلين جا کيل پيش ڪيا ويندا آهن. سنڌ ۾ به آڳاٽي وقت ۾ پتلين جو تماشو ڏيکاريو ويندو هو.

**پتلين جو تماشو** (ڪتاب): ٻارن لاءِ خوبصورت شاعريءَ تي مشتمل هن ڪتاب جو ليکڪ ادل سومرو آهي. ٻارن جي لاءِ ادل سومري هن مجموعي ۾ تمام دلچسپ ۽ لاجواب شاعريءَ کي شامل ڪيو آهي. ٻاراڻي شاعريءَ جي هن دلچسپ ڪتاب جي قيمت پنج روپيا آهي ۽ ان جو پهريون ڇاپو آگم پبليشنگ ايجنسي حيدرآباد طرفان 1982ع ۾ شايع ڪيو ويو. جڏهن ته ان ڪتاب کي نئين ٽائيٽل سان ٻيهر ’ڪاڇو پبليڪيشن‘ ڪراچيءَ طرفان 2008ع ۾ ڇاپيو ويو آهي.




**پتنگ**[1]: هيءَ جيت پوپٽ جي گروهه سان تعلق رکندڙ آهي، جيڪو هميشه پاڻ کان وڏن ۽ مفت خور جيتن ۽ جانورن جو شڪار ٿيندو رهندو آهي، پر فطرت کيس انهيءَ حالت کان پاڻ بچاءَ لاءِ هڪڙو اهڙو گڻ يا جبلت ڏني آهي، جنهن سان هو پنهنجو بچاءُ ڪندو آهي، هن جيت جو وڏي ۾ وڏو دشمن چمڙو آهي. پتنگ جي وڏي ۾ وڏي بدبختي هيءَ آهي، ته هي ’Nocturnal‘ يعني رات جو نظر ايندڙ جيت آهي ۽ چمڙي جي فطرت به ساڳي آهي، جو ٻئي رات جي وقت سير ۽ شڪار ڪندا آهن.



پتنگ جي پرن ۾ قدرت ايتري ۽ ايڏي حِس رکي آهي، جو هوا ۾ پيدا ٿيندڙ ٿورڙين لهرن ۽ لوڏن کي به هڪدم جهٽي ۽ محسوس ڪري سگهندو آهي ۽ جڏهن به چمڙو هوا ۾ اڏامندي، سندس ويجهو ايندو آهي ته هي هوا ۾ پيدا ٿيندڙ لهرن کي جهٽي اهڙي ته ٽهي هٽندو آهي يا هيڏانهن هوڏانهن ٿي ويندو آهي، جو چمڙي کان گهڻو پري ۽ پاسيرو هليو ويندو آهي ۽ اهڙي طرح هي ننڍڙو پن پرڻن وارو جيت چمڙي جهڙي ظالم جانور کان پاڻ بچائيندو آهي. شاهه لطيف جي شاعريءَ ۾ هن جو ڪافي ذڪر آيل آهي، جهڙوڪ:

پتنگن پهه ڪئو، مڙيا مٽي مچ،
پسي لهس نه لچيا، سڙيا مٽي سچ،
سندا ڳچين ڳچ، ويچارن وڃائيا.

**پتنگ**[2]: هڪ قسم جو وڻ/ ٻوٽو آهي. هن کي انگريزي ۾ Spain Wood، لاطينيءَ ۾ Caerel Pinia Sappan، عربيءَ ۾ بقم، فارسيءَ ۾ بقم برهن، هنديءَ ۾ دشڪني، سنسڪرت ۾ رڪت- پترنگا، بنگاليءَ ۾ بڪم ڪاشٽ ۽ گجراتيءَ ۾ پتنگ چيو ويندو آهي. هن جي آکهه جو نالو Caesel Piviaceae آهي. هي هڪ وڏو وڻ آهي. جيڪو وچولن موسمي علائقن ۾ پوکيو ويندو آهي. هن جا پن بادام جي پنن وانگر هوندا آهن. اٺن کان ٻارهن پن مرڪب هوندا آهن. هن جي ڪاٺين جو رنگ ڳاڙهو ٿيندو آهي ۽ هن جا گل تيز هيڊي رنگ جا ٿيندا آهن. هن جي ڦرهي سڪڻ کان پوءِ ڳاڙهي ٿي ويندي آهي، جنهن مان رنگ حاصل ڪيو ويندو آهي. برصغير ۾ خاص ڪري پنجاب ۾ تمام گهڻو ٿئي ٿو اهڙيءَ طرح آمريڪا ۾ به پوکيو وڃي ٿو

**پتڻ**: درياهه يا وڏي واهه جو اهو هنڌ، جتان ٻيڙيءَ ۾ چڙهي پار وڃجي، درياهه پار ڪرائڻ واري ٻيڙيءَ جي پُور کي به پتڻ چوندا آهن. پتڻ يا ٻيڙيءَ ۾ ماڻهن سان گڏ جانور به پار ويندا آهن. ٻيڙيءَ ۾ ٻيا وهٽ ته سولائيءَ سان چڙهندا آهن، پر ”اُٺ“ پتڻ تي ڏاڍو ڏکيو چڙهندو آهي. اُٺ کي ماري ڪُٽي پتڻ تي چاڙهيندا آهن. تڏهن پهاڪو جڙيو آهي ته: ”جيئن اُٺ پتڻ تي ڪُٽجي“.


پتڻ

پتڻ جون حدون مقرر ٿيل هونديون آهن. آڳاٽي وقت ۾ حڪمران، پتڻ مقاطعي تي ڏيندا هئا، هاڻي به حڪومت پتڻ جو محصول وصول ڪندي آهي. پتڻ ٻن قسمن جا هوندا آهن. هڪڙا سرڪاري پتڻ، جيڪي مقاطعي تي ڪنيل هوندا آهن ۽ ٻيا راجوٽي پتڻ. راجوٽي پتڻ راڄ جي ماڻهن جي اچ وڃ لاءِ هوندا آهن، انهن جا پاڻتي سال تي راڄ کان آهت وٺندا آهن. ان جا داڻا يا پڪل ماني، جيڪا مُڙهه جي دفن ڪرڻ مهل مقامي فقير کي ڏجي ته اُن کي به ”پتڻ“ چئبو آهي.

**پٽڻ آباد:** هي پٽڻ درياهه جي اوڀر ۾ ڪنڊياري تعلقي ۾ موجود هو ڏاڙيلن واري دور ۾ سنڌو درياهه جا سڀ پٽڻ پوليس بند ڪرائي ڇڏيا هئا. پٽڻ آباد، ڪنڊياري تعلقي جو وڏو تڙ ۽ پٽڻ هو. تڙ/ پٽڻ آباد جي مٿان شِوَ جو مندر هو. هن تڙ تي پلن جي مڏي به هوندي هئي . ڪوٽڙي بئراج کان اڳ، درياهه جي ٻنهي پاسن تي پلن جون مڏيون هيون، جن تي ٺيڪيدارن طرفان منشي رکيل هوندا هئا، جن کي ”سوپڙيو“ چوندا هئا.

**پٽڻ تڳر:** هي پٽڻ سنڌو درياهه جي اولهه ۾ درياهي بندرن مان هڪ اهم بندر هو انگريز دور ۾ هن پٽڻ کي ”باغبان تڳر“ به چوندا هئا. جڏهن دادو ضلعو نه ٺهيو هو تڏهن ”تڳر باغبان“ لاڙڪاڻي ضلعي ۾ هو 1857ع ۾ تڳر شهر، بندر ۽ تڙ درياهه پائي ويو ان بعد سنڌو درياهه جي اوڀر ۾ تڳر شهر هٽو ويو.

**پٽڻ ٿو پور ڪري** (ڪتاب): هي ڪتاب ناميارو شاعر شيخ اياز جي نثري شاعري/ ٽڪرن تي مشتمل آهي. ڪتاب جي ناشر پنهنجي نوٽ ۾ لکيو آهي ته: ”هن ڪتاب ۾ زندگيءَ جي مختلف قدرن تي، شاعراڻي انداز ۾ روشني وڌل آهي. وطن، آزادي، غلامي، جنگ، امن، مذهب، وحدت، ڪثرت، اشتراڪيت، پيار ۽ نفرت وغيره. مطلب ته زندگيءَ جي مختلف فلسفن، نظرين ۽ رجحانن جي ڇنڊڇاڻ ڪئي وئي آهي. هي هڪ ڪتاب نه، بلڪ ڪيئي ڪتاب آهن. علم ۽ فلسفي جي دنيا جو هڪ عظيم ترين شاهڪار، جڏهن به دنيا جي ٻين ٻولين ۾ ترجمو ٿيو تڏهن هن ڪتاب کي عالمي ادب ۾ مٿانهون ليکيو ويندو.“




سمبارا پبليڪيشن ڪراچيءَ پاران هن ڪتاب جو ٻيهرين ڇاپو، آڪٽوبر 1982ع ۾ شايع ٿيو. ٻهرئين ڇاپي جو انتساب يوسف شاهين جي نالي ڪيل آهي.

ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو نيو فيلڊس حيدرآباد پاران شايع ڪرايو ويو جڏهن ته ثقافت ۽ سياحت کاتي، سنڌ، پاران شيخ اياز جي سموري شاعريءَ جا جيڪي جلد ڇپرايا آهن. انهن مان 2008ع ۾ ڇپيل ٻئي جلد ۾ هيءُ ڪتاب به شامل آهي. ان لحاظ کان اهو هن ڪتاب جو ٽيون ڇاپو ٿيو. جڏهن ته ’پٽڻ ٿو پور ڪري‘ جو چوٿون ڇاپو، روشني پبليڪيشن، ڪنڊياري پاران 2008ع تي ڇپايو ويو آهي، جنهن جي قيمت -/300 روپيا آهي. پڪي جلد جي 226 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 50 روپيا آهي.

**پٽڻ جي ماڙي:** هيءَ ست ماڙ جاءِ پاڪستان ٺهڻ کان اڳ ٺهي، جيڪا سکر کان روهڙيءَ ڏانهن ايندي، ايوب پل کان لهندي نظر ايندي آهي. هيءَ ست ماڙ عمارت ڳاڙهين سرن جي ٺهيل آهي، جنهن جون مٿيون ٻه منزلون خوبصورت گئلرين تي ٻڌل آهن. هيءَ ماڙي سيٺ ڪنيا لال جي ٺهرايل آهي، ان ڪري ان تي ”ڪنيا لال ڪاٽيج“ جي تختي لڳل آهي، پر عام طرح ’پٽڻ جي ماڙي‘ سڏي ويندي آهي. هيءَ عمارت سڄيءَ سنڌ ۾ مشهور آهي، جيڪا پنهنجي نوعيت جي بهترين عمارت آهي.

**پٽڻ خيرو ديرو:** هي پٽڻ هاڻي جامشوري ضلعي ۾ آهي. هن دؤر ۾ درياهه تي ٻه پٽڻ کُليل آهن هڪ رکڻ پٽڻ، ٻيو پراڻو ديرو هي پٽڻ غلام مصطفيٰ خان جتوئي صاحب کولايا. درياهه جي ٻنهي ڪنارن کان جتوئي صاحبن جي ڪيٽي آهي.

**پٽڻ رکڻ:** دادو ضلعي ۾ هي پٽڻ سنڌو درياهه جو مشهور ۽ تاريخي پٽڻ ۽ ماضيءَ ۾ سنڌ جو وڏو شهر هو هن جي قدامت مهين جي پٽڻ جيتري ڄئي وڃي ٿي، رکڻ شهر کي سنڌو درياهه ست ڀيرا ٻوڙيو هو پر هر دفعي پائجڻ کان پوءِ وري به سنڌو درياهه جي ڪناري سان اڳئين کان اڳرو شهر ٻڌرايو ويندو هو. پهريون رکڻ سنڌو درياهه جي اوڀر ۾ منياڻيءَ ۽ ٽٽ ڳوراهي کان اولهه طرف وچ تي هو چوٿون نمبر رکڻ تمام وڏو شهر ۽ وڏو بندر هو هن بندر جا ٻيڙيائتا مشهور هئا. جن جا ساموندي ٻيڙا، جن کي غوراب، واهڻ يا واڻ چوندا هئا، سنڌ جي ٽن بندرن رکڻ، مانجهو ۽ شاهه بندر تي ٺهندا هئا. اهي غوراب ڊنگيءَ جي نموني هوندا هئا ۽ ان قسم جي نموني وارا ٻيڙا سمنڊ جي ڇولين جو زور جهلي سگهندا هئا. سنڌو درياهه به ان زماني ۾ پاٽيءَ جي لحاظ کان سمنڊ لڳندو هو آرڪيالاجي جا ماهر چون ٿا ته سنڌ ۾ پنجن ميلن کان وڏو ڌرتيءَ جو ٽڪر نه ملندو جنهن کي سنڌو درياهه نه اٿلايو هجي. ڪيرٿر جبلن کان راجستان تائين سنڌوءَ پنهنجا وهڪرا بدلايا آهن. منڇر ڍنڍ به درياهه جو پيٽ آهي.

**پٽڻ منارو:** هن قتل شهر جا نشان رحيم يارخان کان 5 ڪلوميٽر اوڀر طرف سنڌوءَ جي ڦٽل وهڪري تي آهن. هي ڏڍا ڪيترن ئي ميلن ۾ پکڙيل آهن. ڪرنل منچن 1870ع ۾ هن ماڳ جي کوٽائي ڪرائي، مگر ڪامياب ٿي نه سگهيو هي ٻڌ جي خانقاهه جا نشان ڄئجن ٿا، جيڪي پنجن منارن جي صورت ۾ موجود آهن. وچ ۾ هڪ وڏو منارو (چوڪنڊو) ۽ چوڌاري چار منارا هئا؛ جيڪي هڪ ٻئي جي مٿان ٽه- منزلا هئا. انهن جي هڪ منزل اڳ ۾ ڊٺل هئي، پر وچين منزل بهادرخان هالاڻيءَ 1740ع ۾ ڪيرائي هئي. جتان هڪ سِرَ ظاهر ٿي هئي، جنهن تي سنسڪرت ۾ لکيل هو ته هي خانقاهه سڪندراعظم جي وقت ۾ (327-324 ق.م ۾) تعمير ڪئي وئي هئي. پر وارا چار منارا فضل علي خان هالاڻيءَ ڪيرايا هئا. انهن جو سرون ۽ پٿر ڪٽائي دين ڳڙهه، صاحب ڳڙهه ۽ ياڳلا جا قلعا مضبوط ڪرايا ويا. مٿاڇري تي پڳل ٺڪرائون ۽ سرن جا اڏڙ جام ملن ٿا. مينهن جي مند ۾ ٽامي جا ٽانوَ به ملن ٿا. هن دڙي جي باقاعدي کوٽائي نه ٿي آهي. پٽڻ مناري جي چوڌاري ٻيا ڪيترائي دڙا ملن ٿا. روايتون آهن ته هي شهر هڪ سؤ ميلن ۾ پکڙيل هو ۽ ڀرپاسي وارا دڙا هن شهر جو حصو آهن. پندار، جيڪو هن کان ڇئن ميلن تي آهي، اتي به گودامن جا نشان ملن ٿا. جن ۾ شايد اناج وغيره رکيو ويندو هوندو. ڪوڪڙ دڙو پنجن ميلن تي آهي. اهو به هن شهر جو ڀاڱو آهي. دروازي جا نشان اوڀر طرف پنجن ميلن تي ملن ٿا. هي شهر جو لنگهه هو بند پٽڻ کان ٽي ميل اولهه طرف آهي. جنهن لاءِ ڄاڻايل آهي ته اهو هنڌ قيدخاني طور استعمال ٿيندو هو اتي اڄ به بندور نالي وسندي آباد آهي. بندور جي ڀرسان هڪ ٻي وسندي ”ٽي لاڙان“ آهي، جنهن ۾ لاڙ ذات جا ماڻهو رهن ٿا، جيڪي اصل سنڌي آهن ۽ جام جي لقب سان سڏجن ٿا. ڪرنل ٽاڊ جيسلمير جي تاريخي واقعن جو ذڪر ڪندي هن پٽڻ جو ذڪر ڪيو آهي. پٽڻ جو شهر ڪنهن حڪمران جي گاديءَ جو هنڌ هو جيڪو پوءِ برباد ٿي ويو هنن دڙن جي اتر ۾ پراڻي وهڪري جا نشان موجود آهن، جن کي مقامي طور گهگهر درياهه جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو ڏهين صدي عيسويءَ ۾

سومرن هن شهر کي ٻيهر آباد ڪيو. همير سومرو، سومرن جو آخري حڪمران هو ان کان پوءِ جيڪي سومرا هتي رهجي ويا، انهن پاڻ کي هڪ بلوچ قبيلي گورچاڻيءَ سان ڳنڍي ڇڏيو. روايت آهي تہ گوريش نالي سومرو شڪار ڪندي رستو ڀلجي ويو ۽ ٿڪ سبب بيهوش ٿي ويو. ڪن بلوچن کيس لڌو ۽ پاڻ وٽ وجي رهايائونس. اتي ڪنهن ڇوڪريءَ سان عشق ٿي ويس ۽ ان سان شادي ڪيائين ۽ قبيلي سميت ان بلوچ قبيلي ۾ شامل ٿي گورشاڻي سڏجڻ لڳو. چون ٿا تہ هي هنڌ لاکي ڦلاڻيءَ جو تخت گاهہ بہ رهيو. پتڻ کي پتڻپور بہ سڏيو ويندو هو جو اڪبر مغل بادشاهہ جي دور جون ڪجهہ سندون ماڻهن وٽ آهن، جن ۾ هن علائقي کي پتڻ پور سڏيو ۽ لکيو ويو آهي. ارڙهين صديءَ تائين هي شهر ورسيل هو جو سنڌ، بيڪانير ۽ جسلمير جا ماڻهو "شوراتڙي" جي ميلي تي هتي ايندا هئا. ڪرنل منچ جو چوڻ آهي تہ: "عمارت جي پلستر لاهڻ سان پٽ مان اندران سنڌيءَ ۾ هڪ لکت لڌي آهي، جنهن ۾ ڪنهن اتي عبادتگاهہ يا اوتار لاءِ ميجتا گهري هئي ۽ ڪجهہ ڏيڻ جو واعدو ڪيو هو اها لکت 1559ع کان 1569ع جي وچ ڌاري جي هئي. اها لکت هي آهي "اناج وار کي لاٿي اٿي آمدني هماري آوي سان، رهٿي پيڇي اڌ آنا پيجون". ميچن هن لکت کي سنڌي سڏيو آهي، جيڪا خواجڪي سنڌي يا سرائيڪيءَ سان ملندڙ سنڌي چئي سگهجي ٿي، جڏهن تہ هيءَ لکت سرائيڪيءَ ۾ آهي. عبدالله خان ورياهہ هي ماڳ 30 ڊسمبر 1979ع تي ڏٺو تہ باقي هڪ منارو بچيل هو ۽ پنج ڇهہ دڙا باقي هيا.

**پتڻ ناصراڻي:** هي پتڻ اصل پاٽ شهر جو هڪ درياهي تڙ ۽ ڳوٺ هو. جيڪو پوءِ ناصراڻي پتڻ سڏجڻ ۾ آيو. هن ڳوٺ تي نالو سيد ناصر شاهہ جي ڪري پيو. جنهن جو روضو پاٽ پراڻيءَ جي ڀرسان آهي، جيڪو شاهہ صدر لڪياريءَ جي خاندان مان هو. ناصراڻي ڳوٺ ۾ سيد جان محمد شاهہ جي حويلي هئي. جان محمد شاهہ ڪچي ڪنڌيءَ جو رچ مڙس ۽ زميندار هو. هن ڳوٺ ۾ چانڊيا ذات جا ماڻهو وسندا آهن. پورٽي ڳوٺ وڃڻ لاءِ بہ ناصراڻي پتڻ تان ٽپبو هو. هن پتڻ تان چوپايو مال، اناج ۽ تيلي ٻج، ڳڙ، مٺائي ٻيڙين تي آندو نيو ويندو هو.

**پِتو** (Gall Bladder/ Cholecyst): پتي کي صفريٰ جي ٿيلهي (Cholecyst) بہ چئبو آهي، پتو ناسپاتي جي شڪل "Pear-shapped" جهڙو ٿئي ٿو. جيڪو جيري جي ساڄي پاسي واري خاني جي اندرئين پولار ۾ ٿئي ٿو هڪ نوجوان (ماڻهو) جي پتي جي ٿيلهي سراسري 7 کان 10 سينٽي ميٽر ڊگهي ۽ 3 سينٽي ميٽر ويڪري ٿئي ٿي، جنهن ٿيلهيءَ ۾ هڪ ئي وقت 30 کان 50 ملي ليٽر صفرا "Bile" گڏ ٿيڻ جي گنجائش هوندي آهي ۽ چوويهن ڪلاڪن ۾ جيرو Liver سراسري 1000 ملي ليٽر صفرا پتي ڏي اماڻيندو آهي.



پِتو

پتو ٽن حصن ۾ ورهايل ٿئي ٿو هڪ پتي جو هيٺيون حصو يعني پتي جو ترو "Funds" ٻيو پتي جو وچون حصو يعني پتي جو ڍڍر "Body" ۽ ٽيون پتي جو مٿيون حصو جنهن کي پتي جي ڳچي (Neck) چئجي ٿو. پتي ۾ گهڻن قسمن جي صفرا جون ناڙيون (Billar Duct) ٿين ٿيون. جيئن ساڄي ۽ کاٻي پاسي واريون جيري جون ناڙيون Hepatic Duct جيڪي ٻئي ناڙيون اڳتي هلي جيري جي عام ناڙي (Hepatic Duct Common) ٺاهن ٿيون. تنهن کانسواءِ هڪ ٻي ناڙي جنهن کي صفرا جي ناڙي (Cystic Duct) چئجي ٿو جيڪا ناڙي پتي مان نڪرندي آهي، جيري جي عام ناڙي ۽ صفرا جي ناڙي 3 سينٽي ميٽر اڳتي هلي گڏجي، جيري جي وڏي (مکيہ) ناڙي (Common Bile Duct- CBD) جوڙين ٿيون، جيري جي هيءَ مکيہ روڏي ناڙي CBD 70 سينٽي ميٽر ڊگهي ۽ 4 ملي ميٽر ويڪري ٿئي ٿي. هيءَ جيري جي وڏي (مکيہ) ناڙي (CBD) اڳتي هيٺ هلي لبلبي Pancreas جي پٺ ڏيئي، لبلبي جي مکيہ ناڙي (Pancreatic Duct) سان جيري ۽ لبلبي جي جوڙ Hepato Pancreatic Duct وٽ ننڍي آنڊي جي مهڙ واري حصي Duodenum سان گڏجي ٿي، جتي صفرا جي ناڙيءَ (CD) مان حاصل ٿيندڙ صفرا ضرورت آهر ننڍي آنڊي جي مهڙ واري حصي ۾ پهچي ٿو جنهن جي ورچ جو سڄو سارو نظام جيري ۽ لبلبي جي مشڪي ٻنجٽيءَ (Hepato-panceatic Sphincte) جي وس هوندو آهي. هتي اضافي ڄاڻ ڏجي ٿي تہ اٺ، گهوڙي، هرڻ، ڦاڙهي، پاريهہ اچي ڪئي ۽ ڪاڪروچ کي پتو ڪو نہ ٿيندو آهي.

**صفرا جي ناڙين جا ڪم Ducts Function:**

(1) **صفرا جي عام ناڙي (CHD):** هن ناڙيءَ جو ڪم آهي تہ جيري کان صفرا حاصل ڪري صفرا جي ناڙي (CD) تائين پهچائڻ آهي.

(2) **صفرا جي ناڙي (CD):** هن ناڙيءَ جو ٻٽو (Dual) ڪم آهي، هڪ صفرا جي عام ناڙي (CHD) کان صفرا حاصل ڪري پتي تائين پهچائڻ ۽ هن ناڙيءَ جو ٻيو ڪم آهي تہ ضرورت جي وقت پتي کان صفرا ڪڍي جيري جي وڏي (مکيہ) ناڙيءَ (CBD) تائين پهچائڻ آهي.

(3) **صفرا جي عام مکيہ وڏي ناڙي:** هن ناڙيءَ جو ڪم اهو آهي تہ ضرورت جي وقت صفرا جي ناڙيءَ (CD) کان صفرا حاصل ڪري ننڍي آنڊي جي مهڙ Duodenum تائين پهچائڻ آهي.

**پتي جا ڪم (Function):** (1) صفرا کي پاڻ وٽ گڏ ڪرڻ ۽ ضرورت وقت پاڻ وٽان صفرا جي گهربل مقدار کي ننڍي آنڊي جي مهڙ واري حصي Duodenum ڏي خارج ڪرڻ، (2) جيري کان پتي ۾ پهچندڙ صفرا، جيڪو ڄڀو هوندو آهي، جنهن ۾ پاڻيءَ جو ڪجهہ مقدار بہ گڏ هوندو آهي، انهيءَ ۾ گڏيل پاڻيءَ کي صفرا جون پتيون پنهنجي طبعي عمل دوران ڏهن کان پندرهن ڀيرا ڳُهي صفرا کي نج بڻائينديون آهن ۽ جڏهن وقت ضرورت صفرا پتي مان ٻاهر ننڍي آنڊي جي مهڙ لاءِ نڪرندو آهي تہ اهو نج صفرا هوندو آهي. (3) پتي جو ڪم اهو بہ آهي تہ صفرا جي سڄي نظام کي درست ۽ هڪ جهڙو رکي تہ جيئن صفرا جون ناڙيون پنهنجو ٻٽو فعل ڪري سگهن. هڪ ڦنڊجڻ (Dilation)، ٻيو ڪوئجڻ Contraction. جڏهن جيري کان صفرا پتي جي ٿيلهيءَ ۾ پوندو آهي تہ ان وقت صفرا جي ناڙي (CD) ڦنڊجي ويڪري ٿي ويندي آهي ۽ جڏهن جيري کان صفرا جي حاصل ڪرڻ

جو عمل مڪمل ٿيندو آهي ته صفرا جي ناڙي پنهنجي قدرتي ويڪر جي ٿي ويندي آهي، ائين ساڳئي طرح جڏهن پتو ضرورت پوڻ تي پاڻ وٽان صفرا خارج ڪندو آهي ته صفرا جي ناڙي (CD) جي ڪوئجڻ جو عمل شروع ٿيندو آهي. ان عمل جي پوري ٿيڻ تي صفرا جي ناڙي ساڳيو پنهنجي قدرتي ويڪرجي ٿي بيهندي آهي. (4) عام حالت ۾ پتو هر وقت ڪجهه مقدار ۾ صفرا ۾ موجود صفرا جي لوڻ ۽ ڪوليسٽرول جي مرڪب (Bile Salt-Cholesterol Compound) کي پاڻ ۾ جذب ڪندو رهندو آهي.

**پتي جون روڳي حالتون (Infectious Conditions):** پتي ۾ روڳي حالتون هيٺين سببن ڪري ٿينديون آهن:

(1) صفرا جي ناڙي (CD) ۾ سوڄ ٿيڻ ڪري پتي ۾ سوڄ ۽ سور ٿي پوندو آهي، (2) صفرا جي ناڙيءَ جي سوڄ ڪري پتي مان صفرا خارج ٿي نه سگهندو آهي، صفرا جي تيزابيت جي ڪري به ۽ گهڻي دير تائين صفرا پتي ۾ گڏ ٿيڻ ڪري به خود صفرا ۾ گند پرجي وڃڻ ڪري پتي ۾ روڳي حالتون پيدا ٿينديون آهن، جنهن جي نتيجي ۾ پتو سڄي به پوندو آهي ۽ ان ۾ سور به ٿي پوندو آهي، (3) صفرا جي ناڙي يا جيري جي مکيه ناڙي (CBD) يا وري پتي جي مٿئين حصي (Neck) جي بند ٿيڻ ڪري پتي ۾ روڳ ٿي پوندو آهي، جنهنڪري پتي ۾ سوڄ ۽ سور ٿي پوندو آهي. هتي اها ڳالهه ڄاڻڻ ضروري ٿي ته جيڪڏهن پتي جي روڳ حالتن ۾ صفرا جي ناڙي ۽ جيري جي مکيه ناڙي (CBD) بند نه هونديون ۽ رڳو پتي جو مٿيون حصو بند هوندو ته اهڙي حالت ۾ مريض جي دل ڪچي ٿيندي، اهڙڪا (آٽ) ايندا آهن، پتي واري جاءِ تي وزن پوندو آهي ۽ ڪن حالتن ۾ مريض کي بخار به ٿيندو آهي، (4) پتي ۾ گهڻي ياڳي روڳ ٿيڻ جا سبب مختلف قسم جا جيوڙا آهن، جن ۾ اسٽريپٽو فيڪلس (Strepto Faec Calis)، اسٽريپٽو وائريڊنس (Viridans Strepto)، ۽ اسڪي ڪولي "Eschi Coli" اچي وڃن ٿا، جيڪي پتي ۾ پهچي روڳ پيدا ڪن ٿا، جنهن ڪري پتي ۾ سوڄ ۽ سور ٿي پوي ٿو اڄ تائين ميڊيڪل سائنس ۾ اها خبر ڪا نه پئجي سگهي آهي ته هن قسم جا جيوڙا پتي ۾ صفرا جي ناڙيءَ ذريعي، يا لعابي ست (Lymph) جي ذريعي يا وري رت جي وهڪري "Blood Stream" جي ذريعي پهچن ٿا، (5) ڪڏهن ڪڏهن ائين به ٿيندو آهي ته صفرا جي لوڻ جي تيز ڪمائي اثر ڪري پتي جي ڪنهن نه ڪنهن هنڌ روڳ ٿي پوندو آهي، جيڪو پتي جي سوڄ ۽ سور Inflamation جو ڪارڻ بڻبو آهي.

**پتي جي سور جون علامتون (Climical Symptoms of Colecystitis):** پتي ۾ جڏهن روڳي حالتون پيدا ٿينديون آهن ته پتي ۾ سور جو ٿيڻ (Billiary Colic) هڪ فطري ڳالهه آهي، جڏهن پتي ۾ سور پوندو آهي ته اهو سور ساڄي ڪُک ڪان وٺي ساڄي پاسي جي ڪلهي جي ڦڻيءَ ۽ گهڻي سور جي حالت ۾ ساڄي پاسي جي ڪلهي ۾ به پوندو آهي، اهڙي قسم جو سور جيري جي گهڻين بيمارين ۾ به پوندو آهي، پتي ۽ جيري جي بيمارين ۾ سور جي فرق کي چٽو ڪرڻ لاءِ اسان کي (Murphys Sign) واري طريقي سان مريض جي چڪاس ڪرڻي پوندي آهي، جنهن جو طريقو اهو آهي ته مريض جي ساڄي پاسي واري نائين پاسرائيءَ کي آڱر سان زور ڏيو ۽ مريض کي چئبو ته وڏا ساهه کڻي، جيڪڏهن ساهه کڻڻ دوران مريض کي تيز سور ٿئي (يعني سور وڌي وڃي) ۽ سور وڌڻ دوران وڏا ساهه کڻي نه سگهي ته اهو سمجهڻ گهرجي ته اهو پتي جو سور آهي، پر جيڪڏهن مريض جي وڏن ساهن کڻڻ سان سور نه وڌي ۽ نه وري گهٽ ٿئي ته اهو سمجهڻ گهرجي ته اهو سور جيري جو يا جيري جي ٻين بيمارين ڪري آهي.

**پتي جي پٿري (Cholelithiasis):** عام حالت ۾ پتو ٿوري مقدار ۾ صفرا جي چڪي لوڻ ۽ ڪوليسٽرول جي مرڪب کي هڪ ئي وقت گڏ جذب ڪندو آهي، پر جڏهن پتي ۾ روڳي حالتون پيدا ٿين ۽ پتي ۾ سوڄ ۽ سور Inflamation ٿئي ته ان حالت ۾ پتو رڳو صفرا جو لوڻ ئي جذب ڪري سگهندو آهي، باقي ڪوليسٽرول کي جذب ڪري نه سگهندو آهي، چو ته صفرا جو لوڻ جڏهن ڪوليسٽرول سان گڏ هوندو آهي ته پتو آسانيءَ سان صفرا جي لوڻ ڪري ڪوليسٽرول کي جذب ڪري سگهندو آهي، جنهن جو ڪارڻ اهو آهي ته صفرا جو لوڻ ڪوليسٽرول کي وڌو ڳاريندڙ (Solvant) ۽ طاقتور عنصر (مادو) آهي، ڪوليسٽرول جڏهن ڳري نه سگهندو آهي ته پتو ان کي جذب ڪري نه سگهندو آهي، جيڪو ڪوليسٽرول پتي جي پٿري ٺهڻ جو مکيه سبب آهي.



پتي جي پٿري

هتي اضافي ڄاڻ ڏجي ٿي ته جانورن ۾ پتي جي پٿري ڪتي، ٻليءَ رڍ ۽ سهي (سيهڙ) ۾ ڪا نه ٿيندي آهي، جنهن جو سبب اهو آهي ته انهن جانورن جي صفرا ۾ تمام گهڻي مقدار ۾ سندن چربيءَ (ڪوليسٽرول) کي ڳارڻ لاءِ ڪيميائي تيزاب (Acids) ۽ صفرا جو لوڻ (Bile Salt) موجود هوندو آهي، جڏهن ته سوئر (Shwine) جي صفرا ۾ ڪنهن به قسم جو ڪيميائي تيزاب يا صفرا جو لوڻ موجود نه هوندو آهي، تنهنڪري سُوئر کي پتي ۾ سور به ٿيندو آهي ۽ پتي ۾ پٿري به ٿيندي آهي.

ڏٺو ويو آهي ته پتي جي پٿري مردن جي مقابلي ۾ عورتن کي وڌيڪ ٿئي ٿي، وري عورتن ۾ به پتي جي پٿري انهن عورتن کي وڌيڪ ٿئي ٿي، جن عورتن ۾ انگريزيءَ جي صورتخطي جي "F" جون هيٺيون پنج علامتون عام ٿين ٿيون:

1. عورت — Female
2. ٿُلهي — Fat
3. ٻار ڄڻڻ جي قابل — Fertile
4. چاليهه سال عمر — Forty
5. تريل کاڌا — Fried Foods

عام طرح سان پتي ۾ هر هر سور پوڻ، (ساڄيءَ ڪک جي مٿان سور پوڻ ۽ ان جو ڳورو رهڻ) پتي جي پٿريءَ جون ظاهري علامتون سمجهيون وڃن ٿيون. پر پيٽ جو الٽرا سائونڊ ڪرائڻ سان پتي جي پٿري بابت ڪامل ڄاڻ ملي ٿي، نہ رڳو ايترو پر پتي سان لاڳاپيل سيني ناڙين بابت ڪامل ڄاڻ ملي ٿي.

**پتي جي پٿريءَ جا قسم** (Classification of Gall Stones): (1) ڪوليسٽرول جون پٿريون (Cholesterol Stones) پٿريءَ جي نالي مان ئي ظاهر آهي تہ هن قسم جون پٿريون پتي ۾ موجود ڪوليسٽرول جي ڪري ٺهنديون آهن. هن قسم جي پٿرين جو ٻيو نالو Metabolic Stone آهي، جيڪي پاڻ ۾ گهٽ ڪري جوڙيءَ ۾ گڏ هونديون آهن ۽ ڪڏهن ڪڏهن پٿري اڪيلي سر بہ هوندي آهي. (2) رنگدار پٿريون (Pigment Stones) هن قسم جون پٿريون ورلي ڪڏهن پتي ۾ ٺهنديون آهن، هن قسم جي پٿرين جي ٺهڻ جو سبب جيري مان گهٽ بليربن (Biliriubin) خارج ٿيڻ ڪري آهي، هن قسم جون پٿريون ڳاڙهاڻي ۾ گهٽيون هونديون آهن. (3) گڏ وچڙ پٿريون (Mixed Stones) هن قسم جون پٿريون عام ٿين ٿيون، جيڪي ڳاڙهاڻي ۾ سيني قسم جي پٿرين مان گهٽيون ٿين ٿيون، هن قسم جون پٿريون ڪوليسٽرول، ڪيلشيم ۽ بليربن مان ٺهنديون آهن.

**پتي جو ڪينسر** Cholecystectomy: پتي ۾ ڪينسر ورلي ٿيندو آهي، پر جڏهن بہ ٿيندو آهي تہ ان جي خبر بہ دير سان پوندي آهي، سڄو پتو ڪينسر ۾ وڪوڙجي ويندو آهي، مهڙ ۾ پتي جي ڪينسر جي خبر نہ پوندي آهي، ڇو تہ پتي جي پٿريءَ جون علامتون ۽ پتي جي ڪينسر جون علامتون هڪ جهڙيون هونديون آهن.

**پتو ڪيي ڪڍي ڇڏڻ** Cholecystectomy: ڪڏهن ڪڏهن اهڙيون حالتون پيدا ٿينديون آهن، جو پتي جو آپريشن ڪري پتو ڪڍڻو پوندو آهي، مثال: پتي ۾ پٿريون ڦرجي وڃن، يا پتي جي پٿريءَ ڪري پتي جون ناڙيون ۽ جيري جي مکيہ (وڏي) ناڙي (CBD) بند ٿي وڃن، يا وري پتي جو ڪينسر ٿي پوي، پتو جڏهن آپريشن ڪري ڪڍي ڇڏبو آهي تہ جيرو وقت ضرورت صفرا سنئون سڌو آنڊي جي مهڙ ۾ خارج ڪندو آهي.

**پتي جي ڪڍي ڇڏڻ کان پوءِ مونجهارا** After Complications: (1) ڏٺو ويو آهي آپريشن ڪري پتو ڪڍي ڇڏڻ کان پوءِ مريض جسماني طرح وڏيڪ ٿلهو ۽ ڦيڦو ٿي ويندو آهي، جنهن جو سبب بدن جي چرٻي ۽ ڪوليسٽرول جو صحيح طرح سان نہ ڳرڻ آهي، تنهن ڪانسواءِ رت جي ننڍين وڏين ناڙين ۾ چرٻي گڏ ٿي ويندي آهي، جنهن کي Fatty Degenration جي بيماري چئبو آهي، پتي ڪڍائڻ کانپوءِ اهڙي قسم جو خطرو هر وقت موجود هوندو آهي تہ جيري ۾ ۽ دل جي ناڙين ۾ چرٻي ڦرجي وڃي، عام طرح سان بہ صفرا جڏهن درست اثر نہ ڪندو آهي تہ جيري ۽ دل جي ناڙين ۾ چرٻي ٺهڻ جي بيماري Fatty Degenration ٿي پوندي آهي. (2) پتي جي ڪڍي ڇڏڻ کان پوءِ هاضمي درست نہ هجڻ (بد هضمي) جي تڪليف عام ٿي پوندي آهي، (3) پتي ڪڍي ڇڏڻ کان پوءِ مريض جڏهن اوڳرائي ڏيندو آهي تہ اها عام ماڻهن جي اوڳرائيءَ کان ڏيگهاري هوندي آهي، (4) پتي ڪڍي ڇڏڻ کان پوءِ مريض کي بک گهٽ لڳندي آهي، (5) پتي ڪڍي ڇڏڻ کان پوءِ مريض جي بدن ۾ سستي، ڪاهلي، ٿڪ ۽ آرس هر وقت رهندو آهي، (6) پتي ڪڍي ڇڏڻ کان پوءِ پتي جي نہ هئڻ ڪري مريض کي جڏهن بخار ٿيندو آهي تہ اهو عام ماڻهن جي بخار کان ڏيگهارو هوندو آهي، عام ماڻهوءَ جو بخار ٽن ڏينهن ۾ لهندو تہ پتي جي نہ هئڻ ڪري مريض کي بخار هفتو ڪن هلندو جلدي نہ لهندو آهي.

**پَتُوجا**: پتوجا هڪ ذات جو نالو آهي.
- ضلعي قمبر- شهدادڪوٽ ۾ هڪ ديهہ پتوجا نالي سان آهي، جنهن ۾ 'ڇتوخان موچي' نالي هڪ ڳوٺ آباد آهي.
- وارهہ تعلقي ۾ بہ 'پتوجا' نالي هڪ ڳوٺ آباد آهي.

**پَتوَرتا ڌرم** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ورهاڱي کان ڪافي اڳ ليکڪ واڌومل مولچند لکيو هو. رايل سائيزجي هن ڪتاب ۾ 40 صفحا آهن ۽ ان جي قيمت صرف ٻہ آنا ڇهہ پايون ڄاڻائي وئي آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو، ڏني مل بصر مل، وديا ساگر پريس، حيدرآباد مان سال 1914ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو هو. هن ڪتاب ۾ هندو ڌرم سان لاڳاپيل عورتن لاءِ مشرقي قدرن کي بحال رکڻ ۽ پنهنجي سَت/ پتورتا کي قائم رکڻ بابت مواد شامل آهي.

**پتونو**: پتونو سائي رنگ جو هڪ قيمتي پٿر آهي، جيڪو مُنڊين ۾ ٻُڙي طور مڙهائي پاتو ويندو آهي. هن قيمتي پٿر کي انگريزيءَ ۾ 'Blood Stone' چيو ويندو آهي. هن پٿرجي ماهيت عقيق پٿرجهڙي آهي ۽ ان کي عقيق جو هڪ قسم تصور ڪيو ويندو آهي. هن سبز رنگ جي پٿر تي سُرخ داغ هوندا آهن، جيڪي رت جي ڇنڊن وانگر نظر ايندا آهن. هن پٿر جو شمار معمولي قسم جي موتين/ جواهرن ۾ ٿئي ٿو. هن پٿر جو زيورن ۾ گهڻ استعمال ٿيندو آهي. هي پٿر هندستان ۽ سائيبريا جي ڪن علائقن ۾ لڀي ٿو. هن رنگ جو هڪ ٻيو پٿر بہ دستياب آهي، جنهن تي ڳاڙهن ڇنڊن بدران اڇا يا زرد رنگ جا ٽُبڪڙا هوندا آهن، اُن پٿر کي 'پلازما' چوندا آهن.

**پَتوڻي**: هي مٺي پاڻيءَ ۽ درياهہ جي مڇيءَ جو هڪ قسم آهي. هن مڇيءَ جو شمار ننڍين مڇين ۾ ٿيندو آهي ۽ اُن جي ڊيگهہ ٽي انچ کن ٿيندي آهي. هيءَ مڇي ڪائڻ ۾ ڪَلي يا لُهَرَ جهڙي آهي ۽ آني ڪندي آهي ۽ اڪثر ميرپور ماٿيلي ضلعي گهوٽڪيءَ جي ڍنڍن ڍورن ۾ جام ملندي آهي.

**پتي پيڳتي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ميلارام منگترام واسواڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 114 صفحا آهن. سندر ساهتيہ آفيس، ڪراچي، سال 1941ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

**پَتِيري**: تنور ۾ پڪل خميري جي سوڪ ۽ سنهي ماني. پنجاب جي پوٺوهار جي علائقي ۾ پتيريءَ جو عام رواج آهي. پتيري ڪڻڪ ۽ مڪائيءَ جي اٽي مان ٺهندي آهي. ان کي ڪٿي ڪٿي "فطيري" بہ چوندا آهن.

**پٿر (ٽڪر** Rock): هڪ سخت قسم جو مادو آهي، جيڪو نہ صرف قدرتي طور زمين جي سطح تي ۽ تهن ۾ موجود آهي، پر سخت زمين کي پڃڻ سان ٺهندڙ نهرا ٽڪر بہ پٿر سڏبا آهن. ان ڪانسواءِ زلزلن سبب نڪتل لاون جي ٺرڻ بعد جيڪا سخت شڪل ٺهندي آهي، اها بہ پٿر ٿي ويندي آهي. زمين جي مٿئين تهہ ۾ تقريباً ٽيهہ سيڪڙو پٿر پکڙيل آهن؛ هن وقت تائين جيڪي پٿر ڏٺا ويا آهن، تن کي ٽن حصن ۾ ورهايو ويو آهي: (1) رجندڙ پٿريا (Megama) جي ڄمڻ سان تيار ٿيل پٿر آتشي پٿر (Igneous Rocks) آهن. (2) پٿرن جو

هيو قسم، پهرئين قسم جي پٿرن جي پور مان تيار ٿيندو آهي، جنهن کي گاڏڙ پٿر (Sedimentory Rocks) چئبو آهي. (3) ٽئين قسم جا پٿر (Metamorphic Rocks) آتشي پٿرن ۽ گاڏڙ پٿرن تي گرميءَ ۽ دٻاءَ جي ڪري وجود ۾ اچن ٿا.

**آتشي پٿر:** هي پٿر زمين جي مٿان ڪن هنڌن تي پڪڙيل تهن جي صورت ۾ ملن ٿا، جن کي خارجي پٿر به چيو ويندو آهي. خارجي پٿر آتش فشاني عمل سان ٺهندا آهن ۽ زمين جي مٿئين تهه ۾ پگهريل صورت ۾ جمع ٿين ٿا ۽ پوءِ هڪ سخت تهه جي شڪل ۾ جمي وڃن ٿا. انهن ۾ ڪڏهن ڪڏهن ننڍا وڏا پٿرن جا قلم ملن ٿا، جڏهن جلد ڄمڻ ڪري قلمي شڪل اختيار نٿا ڪري سگهن، تڏهن پٿرن جي صورت شيشي جهڙي ٿي پوي ٿي. شروع ۾ اهي قلم زمين جي سطح کان هيٺ هوندا آهن ۽ انهن جي مٿان پٿرن جي مختلف تهن جي دٻاءَ جي ڪري، انهن ۾ پيچ ڏاهه پيدا ٿيندي آهي، جنهنڪري آتشي پٿر زمين جي سطح تي اچي ويندا آهن. آتش فشاني مادو ٻن طريقن سان زمين/ جبل مان ٻاهر نڪرندو آهي، هڪ ته اُهو مرڪزي سوراخ (Central Vent) مان نڪرندو آهي، ٻيو ڏگهي شفاف Fissure جي ذريعي ٻاهر ايندو آهي.



پٿر

**گاڏڙ پٿر:** پٿرن جا اهڙا حصا، جن کي هوا ۽ پاڻي متاثر ڪن ٿا، انهن ۾ طبعي ۽ ڪيميائي تبديليون رونما ٿينديون رهن ٿيون. جڏهن کي پهاڙيون ننڍن يا وڏن ٽڪرن ۾ ٽٽل هونديون آهن، جو هوا ۽ پاڻيءَ جي ذريعي هيناهينءَ واري پاڳي ۾ منتقل ٿين ٿيون، ۽ پوءِ نهرن ۽ درياهن جي تري ۾ اچي گڏ ٿين ٿيون. جيڪي پوءِ چيڪي مٽيءَ (Clay) جي صورت اختيار ڪن ٿيون. چيڪي مٽي تهن جي خالن ۾ ڀرجي وري سيمنٽ جي صورت اختيار ڪن ٿيون. اهڙيءَ طرح سيمينٽ ۾ گهٽو ڪري چُن، چيڪي مٽي، لوهه جا آڪسائيڊ يا سليڪان هوندا آهن. ان ريت اهي گاڏڙ پٿر تيار ٿيندا آهن. جن کي Clastic پٿر چئبو آهي.

**تقليبي پٿر (Metamorphic Rocks):** هن قسم جا پٿر توڙي آتشي هجن يا گاڏڙ، ليڪن جڏهن اهي زمين جي گهرائيءَ ۾ دفن ٿي وڃن ٿا، تڏهن انهن تي گرميءَ ۽ دٻاءَ جو بيحد اثر ٿئي ٿو جنهنڪري انهن ۾ تمام گهڻيون تبديليون ٿين ٿيون. اهڙن پٿرن ۾ ڪيميائي تبديليون وڏي اهميت رکن ٿيون، جو انهن مان نوان جمادات ٺهن ٿا. ميٽامارفڪ جي لفظي معنيٰ آهي "تبديل ٿيل"؛ يعني پٿر کان پٿر جي وچ ۾ جيڪا تبديلي اچي ٿي. تقليبي پٿر گرميءَ يا دٻاءَ جي ڪري وجود ۾ اچي ٿو هن کي شڪل بدلائيندڙ پٿر به چيو وڃي ٿو.

**پٿر**[2]: فوتيءَ جو ٽڏو، فوت ٿي ويل جو ويجهو عزيز ٽن ڏينهن تائين پٿر تي ويٺلو هوندو آهي، جنهن وٽ ماڻهو عذر خواهيءَ لاءِ ايندا ۽ ڏک ونڊيندا رهندا آهن. آيل ماڻهو سلام ورائي ڪنهن سان ملڻ کان سواءِ ويهي رهندو آهي، سيني کي قل پڙهڻ لاءِ چوندو آهي. ان بعد دعا گهري وارث سان ملندو آهي. ان طرح ڏک جو اظهار ڪيو ويندو آهي ۽ فوتيءَ سان ويجهڙائي هئڻ سبب اڪثر تعزيت ڪندڙ سندس تڏي تي 3 ڏينهن رهي پوندا آهن ان کي پٿر ڪرڻ چيو ويندو آهي. ٻهراڙين ۾ عذر خواهيءَ لاءِ آيل ماڻهو ڪجهه پئسا به فوتي جي عزيز جي کي پير هيٺان رکندا آهن. ان کي تڏو ڏيڻ يا پاهت به چئبو آهي. اڪثر چاڙهه (اجرڪ ڏيڻ) جو به رواج آهي. ٽي ڏينهن ائين مٽ مائٽ يا واسطيدار ايندا رهندا آهن. اهي ٽئي ڏينهن سيئي پٽ تي ويهندا آهن ۽ پٽ تي ئي رات جو سمهندا آهن. ٽئين ڏينهن پٿر تي ويٺل عزيز صبح سان مقام تي ويندا آهن ۽ ختمو بخشيندا آهن پويان ٻيا عزيز اهي بسترا ۽ تڏا ڪٺا آهن، پوءِ ٽيجهي جي ختمي جي تياري ڪندا آهن. پاڙيوارن يا برادريءَ وارن کي دعوت موڪليندا آهن. اهڙيءَ طرح اها ٽئين ڏينهن خيرات جي ماني ۽ دعا ٿيندي آهي ۽ پٿر ختم ٿي ويندو آهي، پوءِ سڀ ڪووجي پنهنجي گهر پيڙو ٿيندو آهي. ان کي "ٽيجهو" چئبو آهي (ڏسو: ٽيجهو- جلد ٻيو).

مرداڻي پٿر وانگر گهر ۾ عورتون، جيئن ڪانڌي موٽندا آهن، تڏهن گهر جي ڪا وڏي عمر جي عورت سيني عورتن کي منهن ڍڪڻ جي هدايت ڪندي آهي، ۽ سڀ عورتون منهن ڍڪي روئينديون آهن. ڪا به عورت کٽ يا پلنگ تي نه سمهندي آهي، سيئي زمين تي ويهنديون آهن ۽ ٽيئي ڏينهن اتي ئي سمهنديون آهن. ڪي عورتون ميت وارن جي گهر هڪ رات رهنديون آهن ڪي ٻه ڏينهن، ته ڪي ويجهيون مائٽياڻيون ته ٽيئي ڏينهن رهنديون آهن. عورتن ۾ قل پڙهڻ ۽ دعا جو دستور نه هوندو آهي، پر اهي افسوس ڪنديون ۽ پاهت ڏينديون آهن. سنڌ جي شهرن ۾ موجوده دور ۾ قرآن خواني ڪرڻ جو رواج پيو آهي، جنهن ۾ آيل سڀ عورتون ويهي سيپارا پڙهنديون آهن.

**پَٿَرُ:** ڪک پن يا گاهه وغيره کي پکيڙي ويهڻ لاءِ ٺاهيل وڇاڻو. خاص ڪري ڪنهن جي وفات جي موقعي تي ماڻهن جي ويهڻ لاءِ جيڪو تڏو، تونري وغيره وڇائجي، ان کي "پٿر" چوندا آهن. هئي ڪنهن به موقعي تي وڇايل تڏي يا گلم وغيره کي "پٿر" نه چئبو آهي. شاهه لطيف به چيو آهي ته:

جڏهن سُتيون جي، پٿر پير ڏگها ڪري،
تڏهن تنين کي، سات سُتي ئي ڇڏيو.

**پٿرالي رس:** هيءَ هڪڙي قسم جي رطوبت آهي، جيڪا پٿرن تي پيدا ٿيندي آهي. اُن کي "گورگندم" به چوندا آهن. فارس جي قبرن مان دريافت ٿي آهي. هيءَ رس، رنگ ۾ خاڪي، هيڊي ڇٽ تي، ذائقي ۾ ڦڪي ٿئي ٿي. وهندڙ رت کي بند ڪري ٿي. ماڪيءَ ۽ پاڻيءَ ۾ گڏي اُس تي رکجي ته شراب کان وڌيڪ نشيدار ٿئي ٿي.

**پَٿراٽي:** اهو وڇاڻو جيڪو هنڌ بستري ۾ ڪم اچي ۽ جنهن ۾ ڪپهه ڀريل هجي. ان کي "رضائي" به چوندا آهن. رليءَ جي مقابلي ۾ پٿراٽي وڌيڪ نرم هوندي آهي، جنهنڪري آسودگيءَ لاءِ کٽ توڙي پٽ تي وڇائڻ سان هنڌ/ بسترو نرم ٿيندو آهي، عام طرح پٿراٽي ڇهه فوٽ ڊگهي ۽ چار

فوٽ ويڪري رکندا آهن. ان ڪان گهٽ ماپ جون بہ پٽراٽيون ٺهنديون آهن. پٽراٽيءَ لاءِ ٽي شيون ضروري آهن: هڪڙي ڪل، جنهن ۾ ڪپهہ پوي، ٻي ڪپهہ، (پٽراٽيءَ ۾ چار ڪلو ڪن ڪپهہ وجهندا آهن) ۽ ٽيون ڇُهہ يا ڇُو جيڪو پٽراٽيءَ کي ميري ٽيڻ ڪان بچائي ٿو. ڪي ماڻهو پٽراٽيءَ ۾ سُرهيون پسارڪيون شيون وجهندا آهن، جن کي "ٻُويون" چوندا آهن. جڏهن تہ سرديءَ ڪان بچڻ لاءِ مٿان وجهڻ واري رضائيءَ کي 'سوڙ' بہ چئبو آهي، پر سوڙ ڪجهہ وڏي ۽ ڳري ٿيندي آهي.

**پٿرتي ليکو (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي ڪهاڻين جو مجموعو آهي. ڪرائون سائيزوارو هن ڪتاب ۾ 194 صفحا آهن ۽ قيمت چار روپيا آهي. پهريون ڇاپو، زيب ادبي مرڪز سنڌ پريس، حيدرآباد مان سال 1973ع ۾ ڇپايو ويو.

**پٿر توڙ ٻوٽي:** هن ٻوٽي کي انگريزيءَ ۾ Irissp، لاطينيءَ ۾ Coleus Aromaticum، سنسڪرت ۾ پاشان بيدي، اردو ۾ برگ عجوبہ، بنگاليءَ ۾ پٿرچور، گجراتيءَ ۾ پاشان بيد، هنديءَ ۾ ڪندا بندي، سنڌيءَ ۾ پرچٽ، عربيءَ ۾ ڪاسرالحجر ۽ فارسيءَ ۾ گوشار چئبو آهي. هن ٻوٽيءَ جي آڪهہ جونالو Labiate آهي. هي ٻوٽي برسات ۾ تيزي سان وڌي ويجهي ٿي. هي اڌ ميٽر ڪان ڊگهي ٿيندي آهي. ڪٿي ڪٿي تہ ميٽر ڪان بہ وڌي وڃي ٿي. هن



جون ٽاريون ننڍڙيون هونديون آهن. گل هيڊي رنگ جا، پن ٿلها ۽ پنن جي ڪنارن تي هلڪا ڏندا هوندا آهن. پن موڙڻ سان مڙندو نہ، پر ٽٽي پوندو آهي. اڄڪلهہ هر نرسريءَ ۾ هي ٻوٽو آسانيءَ سان ملي ٿو.

**پٿرڄڻ:** هي ٻيڙياتن جو اصطلاح آهي. ٻيڙي ناهڻ واري شروعات کي "ٻيڙيءَ جو پٿرڄڻ" چوندا آهن. اول ۾ جيتري ڊيگهہ ويڪر جي ٻيڙي ناهڻي هوندي آهي، اوترا هٿ يا نريون ڪنهن ڏوري تي هڻي (يعني جيڪڏهن ٽيهہ هٿ، يا چاليهہ هٿ) ماپي، زمين تي ڪليون هڻي، ڏوريءَ جا چيڙا ڪلين ۾ ٻڌي ٻيڙيءَ جو ٺُرٻڌبو آهي. ڊيگهہ جون ٻہ ڪليون ۽ ويڪر جون ٻہ ڪِليون هڻندا آهن. انهن چئن ڪِلين جي وچ ۾ پسون ٻيهاريندا آهن. پسون ٻيڙيءَ جي اندران سڄي تري ۾ جڙيل ڪاٺيءَ جي ٻنڌ کي چوندا آهن. پَسَن مٿان ٻيڙيءَ جي ٺَرجون ڦرهيون لوهہ جي ڪيرن يا ڪلين سان ٽِڪائي، ٻيڙي جو ترتيار ڪرڻ کي "ٻيڙيءَ جو پٿرڄڻ" چوندا آهن.

**پٿر جو پراڻو ثقافتي دؤر:** پٿر جو پراڻو دؤر يا پراڻي پٿر جي دؤر وارن عام محاورن ۾ لفظ ثقافت ان ڪري شامل ڪيو ويو آهي، جو پٿر جو دؤر تمام اڳ جو آهي، جڏهن اجا ماڻهو جو وجود بہ ڇاتل نہ هو جڏهن تہ پٿر جي پراڻي ثقافتي دور جو تعلق ماڻهوءَ جي ارتقا سان لاڳاپيل آهي. ماڻهوءَ جي زندگيءَ جي ڪهاڻي جيتري پراڻي آهي، اوتري اوکي ۽ دلچسپ. ان جا ڪيترائي پاسا (مڪيہ مادي، فڪري، اخلاقي) آهن. رڳو قديم ماڻهوءَ جي پٿر سان لاڳاپيل ثقافتي اوسر کي ڏسجي تہ بہ هڪ ڊگهو داستان آهي. جنهن تي عالمن



ڪيترا ڪتاب لکيا آهن. پٿر جا قسم، جيڪي ثقافتي يا اوزار سازيءَ جي سلسلي ۾ ڪم آيا آهن، انهن مان هر هڪ پٿر جي قسم جون خاصيتون، انهن کي پڃڻ يا گهڙڻ جا طريقا، انهن کي مختلف شڪليون ڏيڻ، هر اوزار جي ڪم ۽ ان جي استعمال ڪرڻ جا طريقا، انهن مڙني جو تفصيل بيان ڪرڻ مشڪل آهي. مادي ثقافت جي اهميت ماڻهوءَ جي زندگيءَ ۾ ڪيتري آهي، اُن لاءِ 'گراهم ڪلارڪ' پنهنجي ڪتاب 'World Prehistory' ۾ لکيو آهي تہ:

"The criteria of a qualified human are no longer biological so much as cultural, yet there is interrelationship between cultural achievements and biological endowments."

بهرحال ماڻهو ثقافتي ميدان ۾ اول جنهن دور ۾ پير پاتو، اُن کي عالمن "پٿرجي دؤر" جو نالو ڏنو آهي. پٿرجا عام طرح ٽي دؤر بيان ڪيا ويا آهن: (1) پراڻو پٿر (Palacolithic) جو دؤر، (2) وچون پٿر (Mid Palacolithic) جو دؤر ۽ (3) نئون پٿر (Neolithic) جو دؤر.

عالمن هڪ ٻئي پٿرجي دؤر جو بہ ذڪر پئي ڪيو آهي، پر اهو عام ٿي نہ سگهيو آهي. اهو دور



پراڻي پٿرجي دورن ڪان اڳ جو آهي، پر ڪجهہ عرصو ان سان گڏ بہ هليو آهي. هن کي پٿرجي شروعاتي (Eolithic) دور جو نالو ڏنو ويو آهي. نہ رڳو ايترو پر عالمن جو گمان آهي تہ پٿر جي هنن ڄاتل دورن ڪان اڳ بہ ماڻهو ڪن اهڙين شين مثال: ڪاٺ، هڏي وغيره جو استعمال هٿيار طور پئي ڪيو هوندو، پر اهي شيون جٽادار نہ هئڻ ڪري نہ مليون آهن. پٿر هڪ اهڙي جنس آهي، جيڪا لکن سالن تائين هلي سگهي ٿي، انڪري ثقافت جي انهي دور جا ڪافي تعداد ۾ آثار گهٽڻ هنڌن تي مختلف نمونن سان انساني هڏن سان گڏوگڏ مليا آهن. انهيءَ دؤر جي حوالي سان K.P.Oakley پنهنجي ڪتاب 'Man the tool maker' ۾ لکيو آهي تہ:

"Man's ancestors may have been took user, as some relatives of Australopithecus were able to live away from the forests. It means they could provide improvise weapons like sticks, bones as clubs and pebbles as missiles."

هڪ اندازي موجب پٿرجو هي دؤر گهٽ ۾ گهٽ اَٽن ڪان 10 لک سال هليو هوندو. ان وقت جي ماڻهن قدرتي حادثن، زلزلن ۽ ٻين قدرتي آفتن سبب ڀڳل ڀُريل پٿرن يا روڙن جو جاڳي واڻي يا اتفاقي طور استعمال ڪيو هوندو ۽ پوءِ اهڙن پٿرن کي استعمال مان نڪتل نتيجن جي آڌار تي اهڙن يا ان جهڙن ڀڳل يا سڄن پٿرن کي بار بار استعمال ڪندي، انهن جي اهميت سمجهي هوندي. آخرڪار پٿر مان اهڙن اوزارن ٺاهڻ جي ڪوشش ڪئي هوندي، جيڪي اڳتي هلي هڪ باقاعدي صنعت (Industry) جي صورت ثابت ٿيا.



پٿرجي دور جي علامتي تصوير

پٿرجي پراڻي دور جا وري ٽي مرحلا آهن يعني پراڻي پٿرجو اوائلي دور (Lower Palacolithic)، پراڻي پٿر جو وچون (Middle Palacolithic)، دور ۽ پراڻي پٿرجو پوين دور (Upper Palaco). انهن ٽنهي مرحلن يعني پراڻي پٿرجي دور جو عرصو اٽڪل 18-17 لکن سالن جي برابر آهي. پراڻي پٿرجو دؤر لڳ ڀڳ ويهن لک سالن کان ڏهن هزارن سالن تائين هليو. هن دور جي پويان پراڻي پٿر ۽ نئين پٿرجي وچ ۾ پٿرجو وسطي (Mesolithic) دور اچي ٿو جيڪو اصل ۾ هن اڍائي هزارن سالن جو عبوري يا تبديليءَ وارو وقت هو. جنهن کان پوءِ نئين پٿرجو دور شروع ٿيو. جيڪو هر لحاظ کان سڌريل ۽ اهم دور سمجهيو وڃي ٿو. نئين دور جي پوئين عرصي ۾ هڪ ٻيو دور شروع ٿي ويو ۽ ڪافي عرصي تائين ان سان گڏ هليو. انهي دور کي ڏاتو- پاهٺي (Chalcolithic) دور جو نالو ڏنو ويو آهي. جنهن کان پوءِ ڏاتو جو دور هليو. بهرحال پٿرجي پراڻي دور جي حوالي سان چيو وڃي ٿو ته:

Pleistocene was once dated to one million years but bed 1 at Olduvai has yielded a date of 1.1-7 million to 2 million years. Richard Leaky announced skull of Australopithecus, a member of genus Hmoo earliest than 2.6 million years ago in east Rodolf."

هن سلسلي کي مختصر ۽ سائنسي طريقي سان سمجهڻ لاءِ قديم آثارن جي ماهرن ٿوري گهڻي ڦير ڦار سان ۽ ڪِن معمولي اصطلاحي تبديلين سان ڪي نقشا (Charts) تيار ڪيا آهن. جن کي هن وقت سڄي دنيا ۾ مقبوليت حاصل آهي. انهن مان هڪ چارٽ ۾ پٿرجي دور جا 15 مرحلا ڏيکاريل آهن. وقت جي لحاظ کان پراڻن کان نوَن دورن وارا سلسلا هيٺين ريت آهن: اصل اصطلاح انگريزيءَ ۾ آهن. اصل نالا انهن ماڳن جي نالن پٺيان ڏنا ويا آهن. جتان انهيءَ دؤر جا آثار پهريائين مليا هئا. اهي ماڳ گهڻو ڪري فرانس ۽ اسپين سان تعلق رکن ٿا، انڪري اهو چارٽ يورپ سان وڌيڪ لاڳو آهي. سواءِ اصطلاحن جي، جن کي هر هنڌ لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي.

- اَبيولي (Abhevillian) (پٿرجو پراڻو دور 500000 سالن کان 4 لک سال).
- ليڪٽوني (Clactonian) (پٿرجو پراڻو دور 500000 سالن کان 4 لک سال).

(1) اَشيولي (Acheulean) (350،000 کان 250،000 سال)
(2) لِوَلائيزي (Levallosion) (000،250 کان 180،000 سال)
(3) تياسي (Tayacian) (180،000 کان 90،000 سال)
(4) موسٽيري (Mousterian) (80،000 کان 35،000 سال)
(5) شٽل پيروني (Chatelperronian) (35،000 کان 30،000 سال)
(6) اورگنيشي (Aurigr) (30،000 کان 25،000 سال)
(7) گريويٽي (Gravettian) (25،000 کان 000،20 سال)
(8) سوليوٽري (Sloutream) (19،000 کان 15،000 سال)
(9) ميگڊاليني (Magdalenian) (15،000 کان 10،000 سال)

**نمبر 3 کان 5 تائين ترديبشن طورپراڻي پٿر کان هلي، وچئين پٿرجي دور تائين جاري رهيا.**

**پراڻي پٿرجو وچيون دور:**

(10) ازيلي (Azilian) (1000 کان 500 سال)

**پراڻي پٿرجي وچئين دور جي پڇاڙي:**

(11) تاردينوئينزي (ardenoisian)
(12) نئين پٿرجو دؤر (Neolithic) (5،000 کان 3،500 سال)
(13) ڏاتو- پاهٺي جو دؤر (Chaleolithic) (3،500 کان 2،000 سال)

مٿي ڏنل تفصيل يورپ مان مليل آثارن تي ٿيل تحقيق جي بنياد تي ٻڌل آهن. جن جو عرصو اٽڪل 500,000 سالن کان 2000 سال ق.م جي وچ وارو ڪٿيو ويو آهي. پر ايشيا ۾ پٿرجي دور جي شروعات ۽ پڇاڙي يا وري ان جي وچ وارو عرصو يورپ جي پٿر واري زماني کان وڌيڪ آڳاٽو آهي، انڪري ماهرن ان لاءِ جيڪو نقشو تيار ڪيو آهي، سو به مختلف آهي. اهو نقشو لڳ ڀڳ ساڳيءَ صورت ۾ مختصر طور هيٺ ڏجي ٿو:

(1) شروعاتي/ قديم ترين پٿرجا اوزار 2+ ملين سالن کان 700000 سالن تائين
(2) پراڻي پٿرجو دؤر 700000 سالن کان 100000 سالن تائين
(3) پراڻي پٿرجو وچيون دؤر 100000 سالن کان 30000 سالن تائين
(4) پراڻي پٿرجو آخري دؤر 30000 سالن کان 10000 سالن تائين
(5) پراڻي پٿرجي خاتمي جو دؤر 10000 سالن کان 1000-+ سالن تائين
(6) پٿرجو وچ وارو عبوري يا تبديليءَ وارو دؤر 10000 سالن کان 6500 ق.م تائين.

بهرحال اسان جي ملڪن ۾ تحقيق ۽ کوجنا جو سلسلو دير سان شروع ٿيو آهي ۽ اهو ڪم اجا شروعاتي مرحلن ۾ آهي، انڪري ممڪن آهي ته ايشيا ۽ آفريڪا جي ماڻهن جي زندگي ۽ ثقافتي اوسر اڳتي هلي لاوا ڪاندا (گهٽ وڌ) ٻيهي ۽ ايشيا جي پٿرجي دور جي موجوده عمر ۾ واڌارو ٿئي.

قديم پٿرجي دور جي وٽن ۾ پٿرئي پهريون اوزار هوندو، جنهن کي هڪ پاسي ڇهنبيارو ڪري، آسانيءَ سان مُٺ ۾ جهلي، انسان ان کي هٿوڙي، ڪهاڙي، ڇيٽي يا چاقو طور استعمال ڪيو هوندو. اڄ به استعمال جي لحاظ کان Hammer جو مطلب پٿر آهي. هوريان هوريان اهي مخصوص اوزار هڪ جهڙي شڪل مان مختلف شڪلين ۾ تبديل ٿيندا ويا. پٿر ۾ هٿيو هڻڻ لاءِ سوراخ ٺاهيا ويا. آري ٺاهڻ لاءِ ان جا ڏند ڪڍيا ويا. تير يا نيزو ٺاهڻ لاءِ

پٿر کي گهڙي ڇهنبارو ڪري ان کي ڪاٺ جي لڪڙيءَ جي آڏو ٽنبيو ويو ڪاٺ. عاج ۽ پٿر مان به اوائلي پٿر جي دؤر ۾ رهندڙ انسان هٿيارن جون مختلف شڪليون ڪهاڙيون، ڪرپيون، آريون، چاقو ڇيٽيون، تير، سنداڻ، ٽپا، خنجر، ٻرڇيون، سوئا ۽ ٻيون بيشمار شيون ٺاهيون.

قديم پٿر جي دور جو انسان شڪاري هو، ڪڏهن وڻن جي جهڳٽن ۾ گهر ٺاهي رهندو هو، ڪڏهن غارن ۾ پاڻ کي محفوظ ڪندو هو. درياهن ۽ نهرن جي ڪنارن سان رلندو رهندو هو، جتي مڇي ۽ پاڻيءَ لاءِ ايندڙ خشڪيءَ جي جانورن جو شڪار ڪري پنهنجو پيٽ قوت ڪندو هو وڏيڪ ڪاڏ خوراڪ لاءِ جهنگلي ميوا، پاڙون ۽ سوپاريون عام جام ملنديون هيون.

قديم پٿر جي طويل زماني دوران، سائنسدانن جي راءِ مطابق "انسان" پنهنجي ذهانت ۾ اضافو ڪيو ۽ ٻين حيوانن کان گهڻو وڌيڪ ڏاهو ۽ چالاڪ ٿيو. هن زبان کي استعمال ڪري، ڳالهائڻ ذريعي ٻين پاڻ جهڙن انسانن سان خيالن جي ڏي وٺ جو ذريعو پيدا ڪيو. گهرو زندگي، شڪاري ٽولا ٺاهڻ ۽ آخر ۾ قبائلي طرز زندگي جو آغاز ڪيائين. شايد جيڪو وڌيڪ




شاطر شڪاري هو اهو ئي سردار بڻيو ۽ اهڙي طرح "انسان" جي اجتماعي زندگيءَ جا بنياد قديم پٿر جي دور کان پوڻ لڳا. سائنس جي لحاظ کان قديم پٿر جي دور جي انسان جو ڪارنامو اهو آهي ته هن پنهنجي ذهني صلاحيتن کي استعمال ڪري پٿر، ڪاٺ ۽ هڏن مان سادا مگر ڪارآمد اوزار ۽ ٻيون استعمال جون شيون ٺاهيون، انهن مان هن پنهنجي ماحول تي قبضو حاصل ڪرڻ شروع ڪيو. باهه جنهن کان شروع ۾ ڊڄندو هو، سا به سندس قبضي ۾ اچي وئي ۽ ڪچي خوراڪ جي جاءِ تي پڪل کاڌو "انسان" جي تهذيب ۾ شامل ٿيو ۽ ان جو بنياد بڻجي ويو.

جديد انسان جو زمانو نئين پٿر جي زماني (Neolithic Age) کان شروع ٿئي ٿو. تنهنڪري ان کي نئين پٿر جي زماني جو انسان (Neolitic Man) به چئجي ٿو هن زماني جي تهذيب جون پنج مکيه حاصلاتون هن ريت آهن:

1. زراعت ۽ گهرو جانور پالڻ جو رواج پيو.
2. مستقل رهائش اختيار ڪئي وئي، جنهنڪري ڳوٺن ۽ شهرن قائم ڪرڻ جو رواج پيو.
3. هنرن جي ترقي ٿي ۽ مختلف هنرن جا جدا جدا ڪاريگر پيدا ٿيا.
4. نڪر جا ٿانو ٺهڻ ۽ استعمال ٿيڻ لڳا.
5. شين جي مٽاسٽا ۽ وڻج واپار جو رواج پيو.

انهن سڌارن کي گڏي "نئين پٿر جي زماني جو انقلاب" چئجي ٿو ته بجا ٿيندو. انهيءَ انقلاب انساني معاشرن ۽ معاشرتي زندگيءَ جو بنياد وڌو. قديم آثارن جي هڪ ماهر جئڪئيتا هاڪس (Jacquentha Hawkes) جو چوڻ آهي ته: "انسان پهريون دفعو سلامتيءَ خاطر آزاديءَ جي قرباني ڏني." نئين پٿر جي زماني جو "انسان" پنهنجي پوک ۽ پاڻيءَ جي ويجهڙائيءَ ۾ ڳوٺ ٻڌي رهڻ لڳو هن پنهنجا گهر ڪچين سرن، پٿر يا ڪاٺ مان جوڙيا ۽ انهن کي ڪکن، ڪانن يا ڪامن ۽ پٽين سان ڇتيو شايد ڪڙهه، دريا دروازي جو رواج به اوائلي زماني کان شروع ٿيو ڳوٺ جي چوڌير ٻاهرين حملي (جانورن) کان بچاءَ لاءِ ڪاهي يا لوڙهي جو رواج پيو سنڌ ۾ اجا تائين ڪيترا ڳوٺ ڪاهيءَ جي نالي سان مشهور آهن. جهڙوڪ: ڪاهي راهو، کهي قاسم، ڪنڊا ڪاهي وغيره. وڏن ڳوٺن ۾ مذهبي پوڄا پاٺ لاءِ مندر ۽ عبادت گاهه ٺهيا، جن ۾ جديد انسان جا ابا ڏاڏا پنهنجي معبودن، بتن يا مخصوص الاهي علامتن جي عبادت ڪندا هئا ۽ "قرباني" جي رسم به اتي ادا ڪندا هئا.

قديم آثارن جا ماهر انهيءَ نتيجي تي پهتا آهن ته عام طور تي، نئين پٿر جي زماني جو انسان (Homosapian) امن پسند هو هن جي ڳوٺن جون ڪاهيون ۽ لوڙها فقط جانورن کان بچاءَ لاءِ هئا. قبرن مان به هٿيار هٿ نه آيا آهن، جيڪي پوئين دور ۾ جنگي جوڌن ۽ بادشاهن جي لاشن سان گڏ دفن ڪيا ويندا هئا.

نئين پٿر جي زماني جي پوئين دور (Late Neolithic Times) ۾ يعني اڄ کان ڇهه هزار سال اڳي "انسان" جي امن پسندي، سندس نسل جي واڌ، مادي ترقي ۽ خوشحالي ۽ ڌن سبب باهمي، ويڙهن ۽ هڪ ٻئي کي مارڻ، قتل ۽ غارتگري جي نذر ٿي وئي. زر، زمين ۽ زال تان انسان جي آسودي زندگي ۾، فساد شروع ٿيو. پوءِ به مادي ترقي ۽ وڌيڪ خوشحاليءَ لاءِ "انسان" جو قدم اڳتي وڌندو رهيو.

**پٿر چٽ:** هيءَ هڪ ننڍو ٻوٽو آهي. هن کي عربي ۾ ڪاسر الحجر، اردو ۾ پٿر ڦوڙي، بنگالي ۾ پٿرچور، هندي ۾ چور- ڪنبا/ ڪنڊي چيو ويندو آهي. هن جي ڊيگهه هڪ فوٽ ٿيندي آهي. هن جي پاڙ کان اگر جيڏيون ٿلهيون ۽ ڊگهيون ٽاريون، نرم پشم جهڙن گونچن سان ڍڪيل ٿيون، جن ۾ سنها ٻج هوندا آهن. ٻج سخت ۽ سياهه پردي ۾ ٿين ٿا. جيڪي ڪپڙ جي ٻنن جيان موڙڻ سان ٽٽي پون ٿا. گرميءَ ۾ ڪومائجي وڃن ٿا، گل هيڊا، پن نيرا ۽ ٻج ڪارا ٿين ٿا. يوناني طب جي ڪتابن ۾ هن جو ذڪر آهي، جڏهن ته آيورويدڪ وارا هن جي وجود کان انڪار ڪن ٿا. حڪيمن جو چوڻ آهي ته طبي لحاظ کان پيشاب جاري ڪرڻ ۽ پٿري نيڪال ڪرڻ لاءِ فائديمند آهي. ان ڪري هن تي "پٿر چٽ يا ڦوڙي" نالو پيو آهي. هن جو ٿڙ ڏيهه کان نوي سينٽي ميٽر ٿئي ٿو ۽ پن اڍائي کان پنج سينٽي ميٽر ٿيندا آهن. هن ٻوٽي مان خوشبودار مادو نڪري ٿو جيڪو شراب ۾ استعمال ٿيندو آهي.



**پٿر سنڌي:** سنڌي ٻوليءَ جي ناميارو نثر نويس ۽ قومي ڪارڪن 'پٿر سنڌيءَ' جو اصل نالو محمد قاسم ولد عبدالرحيم ميمڻ هو جنوري 1960ع ڏاري ڳوٺ ڪانوڙ، تعلقي ٽنڊي محمد خان ۾ جائو ٿيو. اي تائين تعليم پرايائين. 1973ع ۾ عوامي تحريڪ جي رسالي

"تحريڪ" جو ايڊيٽر ٿيو. اڳتي هلي سنڌس نامياري سياستدان رسول بخش پليجي سان اختلاف ٿيا ۽ هن "سنڌي عوامي تحريڪ" توڙي "تحريڪ" رسالي کان علحدگي اختيار ڪئي. پٽر سنڌيءَ جي تصنيفن ۾ 'سـاٿيـه' (جيولس فيوچڪ جي ڊائريءَ جون قسطون: ترجمو)، 'ادب کي نام پر' (مرحوم رشيد احمد لاشاريءَ جي ترقي پسند ادب خلاف لکيل ڪتاب "ادب کي آڙ مين" محمد ابراهيم جويي جي رهنمائيءَ ۾ تيار ڪيل جواب) ۽ 'شاهه جي شاعريءَ جو عوامي پهلو' (لطيفيات تي اهم مضمون) شامل آهن. هي ابتدا کان وٺي قومپرست خيالن جو رهيو. جيئي سنڌ محاذ جو مرڪزي اڳواڻ به رهي چڪو آهي. سائين جي. ايم.سيد، حيدر بخش جتوئي، عبدالواحد آريسر، نورالدين سرڪي، صوفي حضور بخش، يار محمد جلالاڻي ۽ عبدالخالق جوڻيجي سان ويجهڙائي رهيس.

سنڌي ادبي سنگت سان ابتدا کان وٺي لاڳاپو رهيس. ضلعي ٺٽي جي سنگت جي شاخن کي سرگرم ڪرڻ ۾ سنڌس خاص ڪردار رهيو آهي. بلوري ۾ واٽر سپلاءِ تلاءُ پرسان سنڌس بينڪ (گهر ۽ اوطاق) هميشه قومي ڪارڪنن ۽ سياسي اڳواڻن جي آماجگاهه رهي. هن جي اوطاق جي باري ۾ مشهور آهي ته: وٽس هڪ به مهمان ايندو هو ته ان لاءِ ڏهه کن پاڇيون اينديون هيون. هڪ ڀيري ڪنهن حُجت ڪندي ڪيس چيو ته: "پٽرا پاڻ مولائي لڏي جا ماڻهو آهيون، تون ايتري تڪليف چو ٿو ڪرين". تڏهن وراڻيائين ته اسان پنهنجي گهر ۾ صرف هڪ پاڇي پچائيندا آهيون ۽ اها ڀهراڙيءَ جي رواج مطابق سيني گهرن ۾ موڪليندا آهيون. ائين اُهي به جيڪا پاڇي پچائيندا آهن، اسان کي موڪليندا آهن. ائين مٽاسٽا ذريعي مهمان به خوش، اسين به خوش.

هن اصول پرست، بيباڪ سياسي ۽ قومي اڳواڻ 18 ڊسمبر 2007ع تي وفات ڪئي. قاسم پٽر جي وفات کان پوءِ سنڌس سياسي رفيق صوفي حضور بخش، سنڌس ادبي ۽ قومي خدمتن تي مختلف سياستدانن، قومي ڪارڪنن، اديبن ۽ سماجي شخصيتن جي تاثرن ۽ مضمونن تي مشتمل ڪتاب "ڪي ماڻهو تاريخ ٿين ٿا" (2009ع) ڇپائي پڌرو ڪيو.

**پٽرن جو شهر (ڪتاب):** هن ڪتاب جو مصنف زاهد گوتم آهي، جنهن سنڌ يونيورسٽيءَ جي ماحول بابت ناول لکيو آهي. هن ناول جو معصوم ۽ خوبصورت ڪردار مومل آهي. ناول ضمير حاضر ۾ لکيل آهي ۽ ان جا مرڪزي ڪردار ملهار ۽ ساونت آهن. ڊيمي سائيز جو هي ڪتاب 224 صفحن تي مشتمل آهي. جنهن جي قيمت 150 روپيا آهي. هي ناول گلشن پبليڪيشن حيدرآباد ڇپائي، سال 2005ع ۾ پڌرو ڪيو آهي.




**پٽرو:** منجر ۽ ڪينجهر ڍنڍن ۾ مڇي جهلڻ لاءِ چار جو گهيرو. مهاڻن جي اصطلاح ۾ رَڇ کي ڪائيون هڏي درياهه يا ڍنڍ ۾ پکيڙي ڇڏبو آهي، جيئن رڇ هڏي نه وڃي ۽ پاڻيءَ ۾ تَرندو رهي، ان عمل کي 'پٽرو' چوندا آهن.

وڏين ڍنڍن ۾ سنها ڪاٺ ڪوڙي، انهن ۾ هڪ وڏو رڇ هڏي جهولي ناهبي آهي، جنهن جو گول هئڻ ضروري آهي، پوءِ گهاتو ننڍين ٻيڙين يا هوڙن تي چڙهي، ٻيڙيءَ جي چوڌاري ڦرندا ويندا آهن ۽ ٿالهيون وڄائيندا. "ڏاڙ" (ٿالهين جي آواز کي "ڏاڙ" چوندا آهن) مچائيندا، پٽريءَ جي ويجهو ايندا ويندا آهن. ٿالهين جي ڏاڙ تي مڇيون ٽهنديون، پٺتي هٽنديون وينديون آهن ۽ پٽري ڏانهن ڊوڪينديون آهن، تان جو پٽري واري جهوليءَ ۾ وڃي ڦاسنديون آهن. هي نمونو تمام قديم آهي. ڪلري- بگهاڙ فيڊر کان اڳ ڪينجهر ڍنڍ مان پٽري وسيلي مڇي ماري ويندي هئي، پر هاڻي پاڻيءَ جي اونهائيءَ سبب اهو نمونو ڪم نٿو اچي.

**پٽري:** هڪ قسم جي بيماري آهي، جيڪا جسم جي نازڪ عضون ۾ سخت پٿريلو مادو گڏ ٿيڻ ڪري ٿيندي آهي. پٽري ننڍڙن ننڍڙن ذرڙن جي ٺهيل هوندي آهي، طب جي حوالي کان هيءَ مثاني ۾ مختلف ڪيميائي مادن جي جمع ٿيڻ سان ٺهندي آهي ۽ مثاني جي پاسن کي رهڙيندي آهي، جنهنڪري پيشاب ۾ رت ايندو آهي. پٽريءَ جو علاج آپريشن ذريعي يا ليزر ذريعي پورڻ سان ڪيو ويندو آهي، ڪي حڪيم ۽ هوميوپيٿيءَ جا ڊاڪٽر پٽريءَ جو علاج ڪندا آهن. پٽري مثاني کان سواءِ گُردي، جگر ۽ پتي ۾ به ٿيندي آهي (وڌيڪ ڏسو: پتي جي پٽري).

**پَٽري**[2]: ڪاٺ ٽڪڻ جو اوزار، جيڪو خوبصورت چٽ (ڊزائنون) ناهڻ ۾ ڪتب ايندي آهي. پٽريءَ جو ضرورت مطابق پترو ڪيئي ڪنهن چٽَ مٿان رکي ڏڪ هڻي ضرورت وارو "چٽ" ڪڍي شين کي خوبصورت بنائي سگهجي ٿو پٽري ڪنجهيءَ مان ٺهندي آهي، اسان کي پٽري مرزان جي دڙي مان ملي هئي، پٽريءَ جي شڪل مستطيل هئي، اها پٽري سنڌ عجائب گهر ۾ رکيل آهي، ان ڳالهه ۾ بلڪل حقيقت آهي ته ته سومرن جي دور ۾ حڪومت ۾ پٽري تمام گهڻو ڪارج ۾ هئي، سنڌ جا ڪاريگر ان کي وڏي پيماني تي ڪتب آڻيندا هئا.

**پٽريلو گندرف** (Rock phosphate): قدرتي معدنيات جيڪا ڪيترن ئي ڪئلشيم فاسفيٽ جزن جي ڪري رءُ واري پٿرجي ڊول ۾ ملي ٿي. اهڙو پٿر پيسائيءَ بعد فاسفيٽي پاڻ (Phosphorite) يا 'معدنياتي گندرف' پڻ ڪوٺيو وڃي ٿو.

**پٽورو:** پٽورو شهر ميرپورخاص کان کوکراپار ريلوي لائين تي هڪ ريلوي اسٽيشن آهي ۽ ميرپورخاص کان عمرڪوٽ باءِ روڊ تي بچاءَ بند وٽان هڪ الڳ روڊ نڪري پٽوري شهر ڏانهن وڃي ٿو هن شهر تي هي نالو پير پٽوري جي نالي پٺيان پيو جنهن کي هندو (خاص ڪري ميگهواڙ جاتي) ۽ مسلمان، پنهنجو پنهنجو پير تصور ڪن ٿا. سال 1882ع ۾ هن شهر کي تعلقي جو درجو ڏئي ٿرپارڪر ضلعي سان ملايو ويو بعد ۾ ٽائون ڪميٽيءَ جو درجو ڏئي ساماري تعلقي ۾ ملايو ويو، هن وقت هي ضلعي عمرڪوٽ جو هڪ تعلقو آهي. هن شهرجي لڳ قديم دؤر جو هڪ قبرستان به آهي، جيڪو "ميران جو مقام" سڏجي ٿو ان قبرستان لڳ قديم مدرسي جا تاريخي آثار به آهن. جنهن لاءِ مرحوم خانصاحب سائينداد خان شوري 503 ايڪڙ زمين وقف ڪئي هئي، جيڪا هاڻي اوقاف کاتي جي ملڪيت آهي، هتي هر سال پٽوري پير تي ميلو به لڳندو آهي، جيڪو ستن ڏينهن تائين هلي ٿو. جنهن ۾ هندو توڙي مسلمان عقيدتمند سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان ايندا آهن (ڏسو: پير پٽورو).

پير پٽوري جي مزار لڳ هڪ تمام پراڻو کٻڙ هن وقت به سلامت آهي، جنهن جي هيٺان ٽالپر دؤرجي بزرگ ۽ صوفي شاعر صديق فقير سومري

اڇي چِلو ڪڍيو هو. انهيءَ ڪان سواءِ هتي چنگل جو دائري وارو مدرسو، ارڙ فقير جي مزار، ڪنيريءَ جا ڪنڊر، ڪاروءَ جو پٽ ۽ حرن جو لوڙهو خاص تاريخي ۽ ثقافتي اهڃاڻ آهن.

پٿوري شهر جي اتر ۾ مخدوم عبدالرحيم گرهوڙيءَ جو شهر "گرهوڙ" ۽ ڏکڻ ۾ "اڪڙي" جو شهر آهي، جنهن جو ذڪر صوفي شاعر ميين شاهه عنايت رضويءَ به ڪيو آهي ته:

'وٺا پٽ پراڻ جا، اڪڙي سامارو.'

**پٿوري جو مدرسو**: ميران جي مقام ويجهو اولهه طرف پٿوري جي مدرسي جي پراڻي ۽ شاندار عمارت آهي، جيڪا هن خطي جي سخي مرد وڏيري "ڪانيو خان شوري" جي تعاون سان انگريز سرڪار ٺهرائي هئي، جتي پهرين وڏن زميندارن جي ٻارن لاءِ هاءِ اسڪول قائم ڪيو هو. جيڪو ڪافي سال هليو. جڏهن اهو اسڪول اتان ڪڇي ويو ته ان خطي جي مشهور سخي مرد خانصاحب "سائينداد خان شوري" انهيءَ بلڊنگ ۾ مدرسو ۽ هاءِ اسڪول قائم ڪيو، جنهن جو سمورو خرچ پاڻ ادا ڪندو هو.

هيءُ مدرسو پنهنجي دور جو بهترين ادارو هو، جنهن کي وڏي درسگاهه جي حيثيت ڏيارڻ خاطر سائينداد خان شوري مدرسي لاءِ 503 ايڪڙ زمين وقف ڪئي، جيڪا اڄڪلهه هلي ڏاڍن جي ور چڙهي وئي ۽ آخر وڃي اوقاف کاتي حوالي ٿي.

**پٿون**: مڇيءَ جو هڪ قسم، جيڪا بنا ڪنڊي ٿيندي آهي. هيءَ مڇي ديگهه ۾ ڏيڍ فوٽ کن، کاڌي ۾ نهايت لذيذ، ٽن رنگن جي ٿيندي آهي، جنهن جو رنگ اڇو، ڪارو ۽ ميرانجهڙو ٿيندو آهي. هيءَ ساموندي مڇي آهي، جنهن جا ٻه مکيه قسم آهن: ڪاري ۽ اڇي. ڪاري پٿون وڏي، ديگهه ۾ هڪ فوٽ ۽ تور ٻه ڪلو ٿئي. ٻي اڇي پٿون، جنهن جا ٻه نمونا ٿين: هڪ گيڙ يا ڪبري، جيڪا وڏي ٿئي ٿي، تور ۾ ڏيڍ يا ٻه ڪلو ٿئي. ٻي اڇي ۽ ننڍي، جيڪا ديگهه ۾ منو فوٽ ۽ تور ۾ هڪ ڪلو ٿيندي آهي.

**پَٽُ**: ڏاڍي زمين، ميدان، پوٺو، ٿر ۾ پٽن جي وچ واري سخت سڌي سنوت واري زمين، خالي پيل زمين، جنهن تي وڻ ٽڻ ۽ آبادي نه هجي. پٽ، اڪثر سڌا ميدان ٿيندا آهن.



پاڪستان ۾ مٿانهان پٽ موجود آهن. سنڌ جي ڪوهستان جي واري ياڱي ۾ لوڻ، جهلم نديءَ جي الهندي ڪناري سان لڳو لڳ، ڏکڻ اولهه طرف سنڌو درياهه تائين ڪوهستان جو مٿانهون پٽ پکڙيل آهي، جنهن جي اوچائي اٽڪل ست سؤ ميٽر آهي. ڪوهستان لوڻ ۽ اتر اولهه وارن جبلن جي وچ ۾ پوٺوهار جو مٿانهون پٽ آهي. ان ۾ اٽڪ، راولپنڊي (خاص ڪري ڪوهه مري ۽ ڪوهٽا جا تعلقا) ۽ جهلم جو ضلعو شامل آهي. ان جي عام اوچائي ٽي سؤ ڪن ميٽر آهي. زمين تي برساتي نئن هر هنڌ گهريون ڪڍون ۽ ڪاهيون ٺاهي ڇڏيون آهن، جن جي ڪري پوک نٿي ٿي سگهي.

بلوچستان جو مٿانهون پٽ سليمان جبل ۽ ڪيرٿر جبل جي اولهه ۾ آهي، جنهن جي اوچائي 600 کان 900 ميٽرن تائين آهي. ان علائقي ۾ ڪو به سڄو سال وهڻ وارو درياهه وغيره نه آهي. برسات جي مند ۾ نئن ۾ پاڻي گڏ ٿيو وڃي ۽ ڪٽي ڪٽي ڍنڍون ٻڌجي وينديون آهن. چوماسي جي هوائن کان پري هئڻ ڪري اونهاري جي موسم خشڪ ٿئي ٿي ۽ سياري ۾ گهٽوسيءَ پوي ٿو. پونوج سمنڊ ۽ ايراني نار کان لڳندڙ واچوڙن جي ڪري ڪجهه برسات ۽ برف به پوندي آهي. هتي گرمين ۾ برف جي ڳرڻ ڪري جيڪو پاڻي گڏ ٿي ويندو آهي، سو ڪاريزن وسيلي آبپاشيءَ جي ڪم ايندو آهي. هي علائقو گهٽو پنتي پيل آهي. رڍون ۽ ٻڪريون پالڻ هتان جي ماڻهن جو اهم ڌنڌو آهي.

**پَٽُ**[2]: پَٽُ يا ريشم اصل ۾ چين جي پيداوار آهي، جيڪو پوءِ ٻين ملڪن ۾ پيدا ٿيڻ لڳو. سنڌ ۾ پٽ (ريشم) جي ڪم ڪندڙ کي "پاٽولي" چوندا آهن، جيڪي پٽ کي "ڦورن" تي ويڙهي، تندن جي صورت ۾ وڪڻندا آهن. پٽ جو ڌاڳو نهايت مضبوط ٿيندو آهي ۽ مهانگو وڪامندو آهي. اڳي ريشم جا ڪينئان فقط چين ۾ پالبا هئا، پر ستين صدي عيسويءَ ۾ اهي مصر ۽ ٻين ملڪن ۾ به پالجڻ لڳا. هن وقت پٽ دنيا جي گهڻن ملڪن ۾ پيدا ٿيندو آهي. سنڌ ۾ آڳاٽي وقت ۾ شڪارپور شهر پٽ جي واپار جو مرڪز هو. هن وقت سنڌ ۾ به ريشم جا ڪينئان پالبا آهن. پر سنو ريشم "چين" ۾ ٿيندو آهي. سنڌ ۾ پٽ مان، عورتن لاءِ سڳيون، اڳٺ، هار ۽ ڳانا ٺهندا آهن. گهرن ۾ آرائش جو سامان به پٽ مان سنو ٺهندو آهي، خاص ڪري روهڙي، سکر، شڪارپور، ننگر ٺٽي، ٽنڊي الهيار ۽ حيدرآباد ۾ پٽ جو ڪم اعليٰ ۽ معياري ٿيندو آهي.

**پَٽُ**[3]: سنهو ۽ مضبوط، نيم شفاف پيلاڻ مائل ريشو(تاندورا)، جيڪو پٽ ڪينئين ذريعي تيار ٿيندو آهي، جيڪو توت جي وڻ جو ڪينئون آهي، چين ۽ هندستان ۾ شاهه بلوط جي وڻ تي پرورش وٺندڙ ڪينئان گهٽ قيمت وارو پَٽُ (ريشم) ٺاهيندا آهن. ڪنهن زماني ۾ پٽ ڪينئن جي پالنا ۽ پٽ جي ڪپڙي جي اڻاوت جو ڪم چين ۾ ٿيندو هو. ان بعد دنيا جي ٻين ڪن ملڪن ۾ هن هنر جي واڌ ٿي.

پَٽ تيار ڪرڻ لاءِ پٽ ڪينئن جي ڪوپن کي ٻاڦ سان نرم ڪيو ويندو آهي، ان کان پوءِ ڪوپن کي کولي، تاندورن کي تند جي شڪل ۾ آندو ويندو آهي. هڪڙي ڪوپي مان هڪ هزار فوٽن جي ڊگهي تار حاصل ٿيندي آهي، انهيءَ تار کي پوءِ ٻيٽو يا چوٽو ڪري ضرورت مطابق ڌاڳو ٺاهيندا آهن. جنهن جو اصل رنگ پيلاڻ مائل ٿيندو آهي، پر اوڇي لاءِ جدا جدا رنگ ڪم آڻيندا آهن. سنڌ ۾ وڏي پيماني تي مياڻي هيلي (ضلعي حيدرآباد) ۾ پٽ ڪينئان پالبا آهن، جن مان بهترين قسم جو پٽ حاصل ٿيندو آهي.

**پَٽُ**[4]: ڪنهن به ڌاتوءَ جي سنهي ۽ چپيري پٽيءَ کي پَٽُ چئبو آهي. هي پٽ ڪوڪن کي بند ڪرڻ لاءِ به ڪم آڻبو آهي.

- بليڊ يا سيفٽيءَ جي سنهي ڦر کي به پَٽُ چئبو آهي.
- درياهي ناريل جي کل جو اڌ، ڪستور به پٽ سڏبو آهي، جنهن کي شاهه لطيف به پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪم آندو آهي:

'پائي پٽ ڪٽا، مون تان مُور نه مڳيا.'

**پٽا:** تعلقي ڪوٽڏيجيءَ جي هڪ ديهه جو نالو آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حاجي امام بخش پلهه، پالي . پلي ڏنو سولنگي، عمر پٽي، حاجي محمد لائق پاتو ۽ خان محمد ڳاهو.

**پٽاٽو** (Potato): پٽاٽو ڪاڏي/ پاڇيءَ جو قسم آهي. پٽاٽي جو اصل وطن ڏکڻ آمريڪا آهي. پٽاٽن جي فصل جي ابتدا ميڪسيڪو، چلي ۽ پيرو مان ٿي، جتي اجا تائين پٽاٽن جي ٻوٽي جا جهنگلي قسم ملن ٿا. بعد ۾ هي فصل ٻين ملڪن ڏانهن پکڙيو جن ۾ پاڪستان ۽ هندستان شامل آهن.

**آبهوا:** پٽاٽن جو فصل سمنڊ جي سطح کان وٺي 14 هزار فوٽن جي بلنديءَ تائين ڪاميابيءَ سان پوکي سگهجي ٿو هن فصل جي ٻوٽي کي جيتوڻيڪ سرد موسم جي ضرورت پوي ٿي. پر پارو برداشت نه ٿا ڪري سگهن. پٽاٽن جو فصل 15.5 ڊگري سينٽي گريڊ کان 21 ڊگري سينٽي گريڊ ۾ سٺي پيداوار ڏئي ٿو هن فصل ۾ وڌيڪ گرمي سهڻ جي قوت تمام گهٽ آهي. جڏهن گرميءَ جو پد 29 ڊگري سينٽي گريڊ گرمي پد کان وڌي وڃي ٿو ته پٽاٽن جي ڳنڍين (Tubers) جي واڌ رڪجي وڃي ٿي. تنهنڪري سنڌ ۾ بهار وارو فصل ايترو ڪامياب نٿو ٿئي.

**جنسون:** سنڌ لاءِ پٽاٽن جون سفارشون ڪيل جنسون: پرائيما (Prima)، الفا (Alpha)، وڪارو (Vekaro)، علادين (Alladin)، براڪا (Baraka)، ائٽم آلو (Atom-Allu)، ڪارڊينل (Cardinal)، ڊزاري (Desiree) ۽ مالٽا (Malta) وغيره آهن.



**پوکڻ جو وقت ۽ طريقو:** پٽاٽن جي سيني جنسن لاءِ پوکڻ جو وقت پهرين آڪٽوبر کان پهرين نومبر آهي. بهار واري فصل لاءِ پوکڻ جو وقت جنوريءَ جو مهينو آهي. هن فصل جي پوک بهار واري موسم ۾ اڍائي فوٽن جي وڇوٽيءَ تي ڪريا ٺاهي، ڪرين جي مٿان 9 انچن جي وٿيءَ تي پٽاٽي جو ڳنڍيو ڏيڍ کان ٻه انچ اونهون پوربو آهي ۽ ربيع واري موسم ۾ مٽيءَ جو تهه ڪجهه وڌيڪ يعني ٻن کان ٽي انچ اونهو چاڙهبو آهي. پٽاٽن جو فصل سنوت ٽيل زمين تي ٻه پوکي سگهجي ٿو سنوت يا هموار ٽيل زمين تي ٻن فوٽن جي وڇوٽيءَ تي قطارن جا نشان هٽي ٻن قطارن جي وچ ۾ پٽاٽن جو اڳ تيار ٽيل ٻج 9 انچ جي وٿيءَ تي رکي، مٿان ڪوڏر يا ڏاندار ذريعي مٽي چاڙهبي آهي. بهار واري فصل جي مٿان ڏيڍ کان ٻن انچن ۽ ربيع واري فصل مٿان تهه ٻن کان ٽن انچن جو چاڙهبو آهي، نه ته ٻج گرميءَ جي ڪري خراب ٿي ويندو آهي. ڪرين تي فصل پوکڻ ڪري پٽاٽن (Tubers) جي واڌ ويجهه لاءِ تمام گهڻي مدد ملي ٿي ۽ پيداوار سٺي لهي ٿي. تنهنڪري پٽاٽا ڪرين تي پوکجن.

**ٻج جو مقدار:** پٽاٽن جي سفارش ڪيل جنسن جو ٻج ڪنهن ڀروسي واري هنڌ تان وٺڻ گهرجي. فصل پوکڻ کان هفتو کن اڳ ٿڌن گودامن (Cold Storage) مان ڪڍجي ته جيئن ٻج ۾ ڦوٽهڙو شروع ٿئي. پٽاٽن جو ٻج في ايڪڙ تي 15 مڻ استعمال ڪبو آهي، پر ڪٽي ڪٽي في ايڪڙ ٽيهن مڻ تائين پڻ استعمال ٿئي ٿو.

**زمين:** پٽاٽن جو فصل جلد تيار ٿئي ٿو پوکڻ کان بعد اٽڪل ٽن مهينن ۾ تيار ٿي وڃي ٿو تنهنڪري زمين مان خوراڪي جزا ٻه وڌيڪ کٽي ٿو ان ڪري هن فصل لاءِ طاقت وارين لٽاسين زمينن جي ضرورت پوي ٿي، جن ۾ پاڻيءَ جي نيڪال واري خاصيت موجود هوندي آهي. زمين ۾ وٿاڻ جو ڀاڻ ۽ ڪيميائي ڀاڻ پڻ ڪافي مقدار ۾ استعمال ٿئي ٿو پٽاٽا زمين ۾ اندر ٺهن ۽ وڌن ٿا. تنهنڪري زمين جي تياريءَ تي پڻ ڪافي توجهه ڏيڻو پوي ٿو ته جيئن پٽاٽن جي فصل مان سٺي پيداوار حاصل ڪري سگهجي.

**زمين جي تياري:** پٽاٽن واري زمين کي پهريان ٻه يا ٽي هر، ڪنر هر سان ڏئي پتر پيججن ته جيئن زمين 8 کان 9 انچن تائين اونهي ڪلي ۽ نرم ٿئي. فصل پوکڻ کان هڪ مهينو اڳواٽ وٿاڻ جي ڀاڻ جون 50 کان 60 گاڏيون ايڪڙ تي وجهي ديسي هر سان ملائجي. پوکيءَ لاءِ ٽريڪٽر جي حالت ۾ ضرورت آهر زمين جي تياري ڪجي. فصل پوکڻ واسطي ڪرين ٺاهڻ کان اڳ هڪ ٻوري سلفيٽ آف پوٽاش ۽ هڪ ٻوري ڊي اي پي يا ٽِي ايس پي ڀاڻ ڇٽي، ديسي هر سان ملائجي.

**پاڻي، ڀاڻ ۽ ڳُڏ:** پٽاٽي يا ٻج پوکڻ بعد زمين کي پاڻي ڏجي ۽ پاڻي ڏيڻ مهل ان ڳالهه تي ڌيان ڏجي ته جيئن پاڻي ڪرين جي مٿان چڙهي نه وڃي. هن فصل کي ٻين فصلن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ پاڻيءَ جي ضرورت پوي ٿي. پهريان ٻه يا ٽي پاڻي هلڪا، پر تڪڙا ڏجن. جيڪڏهن پاڻي ڪرين جي مٿان چڙهي وڃي ته پوءِ ڪرين جي مٿان وارو تهه رنبي يا ڪرپيءَ جي مدد سان پيڄڻ گهرجي. فصل جي ڄمڻ يا ڦٽڻ بعد پاڻي هر هفتي يا ڏهن ڏينهن ڪانپوءِ ڏيندو رهجي. جڏهن ٻوٽن ۾ پٽاٽا ٺهڻ شروع ٿين ته پاڻي ڏيڻ ۾ ڪنهن به حالت ۾ ڪوتاهي ڪرڻ نه گهرجي. ٻيءَ صورت ۾ پيداوار تي تمام گهڻو خراب اثر پوندو. گندگاهه جا ٻوٽا ختم ڪرڻ ضروري آهن. ان ڪري فصل جي شروعاتي دور ۾ ٻه يا ٽي ڀيرا ڳُڏ ڪجي. جڏهن پٽاٽن جو فصل ڦٽي يا ڄمي ته پوءِ ڪوڏر يا چنجور جي مدد سان ڪرين جي وچ وارين نالين واري مٽي ڳُڏيءَ ڪرين جي مٿان ٻوٽن جي پاڙن تي چاڙهڻ بعد فصل جي پاڙن تي في ايڪڙ هڪڙي ٻوري يوريا ڀاڻ جي ڏيئي. فصل کي پاڻي ڏجي. گهٽ يا ڪمزور فصل ۾ ڀاڻ جو مقدار ضرورت آهر وڌائي سگهجي ٿو هن فصل جي شروعاتي اوسر تي، ٻوٽن جي پاڙن تي مٽي چاڙهڻ ڪري وڏي هٽي ملي ٿي، جنهنڪري زمين جي اندر پٽاٽن جي ٺهڻ ۽ وڌڻ تي سٺو اثر پوي ٿو ۽ پيداوار ۾ واڌارو ٿئي ٿو.

**ڪوٽائي:** پٽاٽن جو فصل ڊسمبر ۽ جنوري جي مهينن ۾ ڪوٽائيءَ لاءِ تيار ٿي ويندو آهي.

**پيداوار:** پٽاٽي جي في ايڪڙ پيداوار 300 کان 350 مڻ ٿئي ٿي.

**پٽاٽو بيٽري** (Potato Battery): پٽاٽو بيٽري هڪ نموني جو اليڪٽروڪيميڪل سيل (Electrochemical Cell) آهي. اليڪٽروڪيميڪل سيل ڪيميائي انرجيءَ کي بجليءَ جي انرجيءَ ۾ تبديل ڪندو آهي. بيٽريون ٻن مختلف اليڪٽراڊز ۽ هڪڙي اليڪٽرولائيٽ جي وچ ۾ ڪيميائي عمل ذريعي بجلي پيدا ڪنديون آهن. عام بيٽري ٺاهڻ لاءِ ڪاپر اليڪٽراڊ، زنڪ اليڪٽراڊز ۽ سلفيورڪ ايسڊ جي اليڪٽرولائيٽ جي طور استعمال ڪيو ويندو آهي. پر پٽاٽو بيٽري ٺاهڻ لاءِ زنڪ اليڪٽراڊز ۽ ڪاپر اليڪٽراڊز سان گڏ پٽاٽن جي رس کي اليڪٽرولائيٽ طور استعمال ڪيو ويندو آهي. پٽاٽن جي رس ۾ ڪيترائي پاڻياٺ وارا ڪيميائي جزا موجود هوندا آهن، جيڪي زنڪ ۽ ڪاپر ٻنهي اليڪٽراڊز سان ڪيميائي عمل ڪري ڪجهه بجلي پيدا ڪري سگهن ٿا. هن تجربي ۾ تازا پٽاٽا، ڪاپر اليڪٽراڊ، زنڪ اليڪٽراڊ، ڊجيٽل ۽ اينالاگ ملٽي ميٽر جنهن کي پيدا ٿيندڙ بجلي جي ڪرنٽ ۽ وولٽيج ماپڻ لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي. ان کان سواءِ هن عمل ۾ ايليگيٽر ڪلپس ۽ ليڊن جو استعمال پڻ ڪيو ويندو آهي.



پٽاٽو بيٽري

ڪاپر ۽ زنڪ اليڪٽراڊز کي پٽاٽي ۾ اهڙين وڌو ويندو آهي ته جيئن هڪٻئي جي ويجهو ته رهن، پر هڪٻئي کي ڇُهي نه سگهن. پوءِ ڪلپ ليڊن کي ملٽي ميٽر سان ڳنڍيو ويندو آهي ته جيئن ٻنهي ڪاپر ۽ زنڪ اليڪٽراڊز يا ملٽي ميٽر مان گذرندڙ وولٽيج کي ماپيو وڃي. پوءِ جڏهن ڊجيٽل ملٽي ميٽر ۾ چڪاس ڪئي ويندي ته اهو اليڪٽراڊز جي وچ ۾ 1.2 وولٽ ڏيکاريندو جڏهن ته اينالاگ ملٽي ميٽر وري ان کان گهٽ وولٽ ڏيکاريندو. جيتوڻيڪ وولٽيج ٻنهي اليڪٽراڊز جي وچ ۾ 1.2 آهي، پر بجليءَ جي پيداوار جي رفتار اينالاگ ملٽي ميٽر ۾ صحيح وولٽيج ڏيکارڻ جيتري تيز ڪونه هوندي آهي. اينالاگ ملٽي ميٽر پٽاٽي مان سگهه حاصل ڪندو آهي، جڏهن ته ڊجيٽل ملٽي ميٽر اندروني بيٽريءَ مان سگهه حاصل ڪندو آهي، جنهنڪري پٽاٽي مان پيدا ٿيندڙ بجليءَ جو اندازو نٿو لڳائي سگهي، اهو گهڻي قدر صحيح ۽ وڌيڪ پيدا ٿيندڙ بجلي جو مقدار ٻڌائي ٿو پٽاٽو بيٽري وانگر ليمن، نارنگين ۽ ٻين اهڙن ميون مان، جن ۾ سٽرڪ ايسڊ موجود هوندو آهي، بيٽريون ٺهي سگهن ٿيون. انهن بيٽرين ذريعي ننڍڙا گهڙيال، بلب وغيره هلي سگهن ٿا. انهن بيٽرين کي گڏي فروٽ بيٽريز (Fruit Battereis) به ڪوٺيو ويندو آهي.

**پٽاپٽي هاتار، چراخ** *Hyaena Hyaena* / Stripped Hyena: هي ڪُتي جهڙو ڊوناڙ رڪندڙ جانور آهي، هن جو نسلي طرح ڪتي يا ٻگهڙ سان ڪو به تعلق نه آهي. پر هن جي پيرن جا نشان لڳ ڀڳ انهن جهڙا ٿين ٿا. هي ٿڻڀائتن جانورن (مماليه) ۾ هڪ جدا ڪٽنب سان تعلق رکي ٿو هاتار جي ڊيگهه هڪ ميٽر (ٽن فٽن کان مٿي) ٿيندي آهي، اُن جو پڇ ننڍو، اٺن انچن جو هوندو آهي، رنگ جو سرمائي يا پورو ناسي ٿيندو آهي، جنهن ۾ ڪارا پٽا هوندا آهن. هن جا ڪلها سگهارا ۽ ڪنڌ مضبوط ٿئي ٿو، هن جون پويون ٽنگون اڳين ٽنگن جي مقابلي ۾ ننڍيون، پر تمام مضبوط ٿين ٿيون، پٺي مٿي کان پڇ تائين لهنواري ٿئي ٿي، جنهن تي ڪنڌ کان وٺي آخر تائين گهاٽيون بشڪون يا ٻُر هوندي آهي، هن جا ڪن وڏا ۽ ايا ٿين ٿا. ڳچيءَ تي ڪارو ناسي پٽو، پٺيءَ کان پاسن تائين عمودي ۽ ٽنگن تي افقي پٽا هوندا آهن.


پٽاپٽي هاتار

هاتار/ چراخ ڏرڙن ۽ چرن ۾ رهندو آهي ۽ رات جو ٻاهر نڪرندو آهي، بنيادي طرح مُردار يا ڍونڍ خور جانور آهي، جيڪو ڍونڍ جي تلاش ۾ ڦرندو آهي. جانورن جو گوشت هڏي سميت ڪُرٽي کائي ويندو آهي. ڪتا، رڍون، ٻڪريون ۽ ڪڪڙ ماري کائيندو آهي، ڪوئا، ڪچون، پالتوجانور ۽ ميوا به کائي ويندو آهي. جوڙو يا ڪٽنب ٺاهي رهندو آهي، هن جو ڪنڌ غير لچڪيدار آهي ۽ موڙي نه سگهندو آهي. اڪثر اڪيلو گهمندو رهندو آهي، خطرناڪ رولو جانور هئڻ ڪري ماڻهوان کي 'ڏائڻ جو ڏاگهو' به چوندا آهن. چراخ جي مادي 84 ڏينهن پيٽ سان هوندي آهي ۽ هڪ کان پنج ٻچا ڄڻيندي آهي.

**پٽارو**: تعلقي ساماري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ حاجي غلام محمد هاليپوٽو شامل آهي.

**پٽاسُ**: واڍڪي ڪم جو هڪ اوزار، جيڪو رنبي جهڙو ٿيندو آهي ۽ گهڻو ڪري سل ڪڍڻ جي ڪم ايندو آهي، هن قسم جي ننڍي اوزار کي "پٽاسي" چئبو آهي.

**پٽاس**[2]: پٽاس ساموندي گانگٽ جو هڪ قسم آهي، جيڪو ڪارن پٽن سان ٿيندو آهي. ان جو رنگ ميرانجهو ۽ قد ٽي انچ کن ٿيندو آهي.

**پٽالا**: هيءَ سنڌ جو هڪ قديم شهر آهي، جنهن جو ذڪر سڀ کان پهرين سڪندراعظم سان گڏ آيل يوناني جاگرافيدانن ڪيو هو. انهن جي لکيت موجب "سڪندر جي ڪاهه وقت سنڌ تي 'راجا سامبس' راڄ ڪندو هو پٽالا، سيوستان ۽ ديبل تي ننڍين راڄائن جي حڪومت هوندي هئي، جيڪي 'راجا سامبس' جا ماتحت هئا. 'راجا سامبس' سڪندر اعظم سان مقابلو ڪيو هو پر پٽالا جي 'راجا موڪريس' بنا مقابلي جي آڌ مڃي هئي." ان کان پوءِ سڪندر اعظم هليو ويو هن پٽالا ۾ هڪ نئون قلعو ٺهيل ڏٺو هو هتي سنڌو درياهه ٻن شاخن ۾ ورهائجي وڃي ٿو

پٽالا جي معنيٰ بابت ماهر چون ٿا ته "پٽالا" لفظ "پاتال" مان نڪتل آهي، ڪن جو رايو آهي ته پاتالا دراوڙي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ 'پاتال' آهي، ڪن

جو چوڻ آهي ته، جڏهن اچي چمڙيءَ وارا آريا، خشڪ ۽ ٿڌي وچ ايشيا کان سنڌ ۾ آيا ۽ هت آبهوا گرم ۽ گهم واري ڏٺائون، ته ان کي پاتال يا پٽالا چوڻ لڳا. ڊبليو ڪرفيل جو چوڻ آهي ته ”پراڻن ڪتابن ۾ پٽالا جي معنيٰ ست ماڙ عمارت آهي ۽ يوناني ٻوليءَ ۾ پٽالا جي معنيٰ مندر آهي.“ عام طرح پٽالا جو محل وقوع ڪن سکر ۽ ڪن حيدرآباد ڄاڻايو آهي.

**پٽالينيءِ، راوڙ ۽ پالي** (ڪتاب): هي ڪتاب، رٽائرڊ سينيئر ميمبر بورڊ آف روينيو محمد صلاح الدين قريشيءَ جي وسيع مطالعي ۽ مشاهدي تي مشتمل آهي، جنهن ۾ هن سنڌو درياهه جي قدامت، عيسوي صديءَ جي شروعات کان اڳ ستن وڏن وهڪرن وسيلي ڊيلٽا ناهي، سمنڊ ۾ چوڙ ڪندڙ سنڌوءَ جا تفصيل، برهما جي بت، راوڙ جي اصل ڳاڪ، پٽالا جي ماڳ ۽ ماڻهن، پالي ٻوليءَ ۽ سنڌي ٻوليءَ جي سنبنڌ، سماڻن جي اصليت، ٻڌ ۽ جين ڌرم وغيره موضوعن تي معلوماتي مواد پيش ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ انگريز مصنفن جون تحريرون، رپورٽون، گزيٽيئر، ديهن، تپن ۽ تعلقن جون سروي رپورٽون، انڊس رِوَر ڪميشن جا نقشا، اريگيشن ۽ سيٽلمينٽ رپورٽن کان سواءِ اليگزينڊر برنس، پوسٽنس، وارٽي، ميڪمرڊو، ڊاڪٽر لارڊ، ٽريمن هيس، رچرڊ برٽن، نيپيئر، سر بارٽل فريئر ايچ. ٽي. سورلي جا ليک ۽ ڪتاب به گهري اڀياس هيٺ آندا ويا آهن. هن ڪتاب جي خصوصيت اها آهي ته ان ۾ مطالعي هيٺ آيل رپورٽن ۽ ڪتابن مان نقشن، ديهن، مهرن، بتن وغيره جا عڪس ۽ تصويرون به شامل ڪيون آهن.




ڊيمي سائيز جي 228 صفحن ۽ رنگين ٽائيٽل سان هي ڪتاب زين پبليڪيشن، ڪراچيءَ 2010ع ۾ ڇپايو آهي ۽ ان جي قيمت 350 روپيا ڄاڻايل آهي.

**پٽ باران**: پٽ باران جو علائقو سنڌ جو قديم ۽ مشهور علائقو آهي. سنڌ جي نامور فاضل ۽ ولي علامه مخدوم محمد معين ٺٽويءَ جو ڏاڏو علامه مخدوم طالب الله پٽ باران جو رهاڪو هو پٽ باران علم ۽ ادب جو مرڪز هو اتي جا رهاڪو وڏا عالم ۽ فاضل هئا. ”تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دؤر“ ۾ غلام رسول مهر لکي ٿو ته: ”سنڌ جي شهرن ۾ ته ڇا، بلڪ ڳوٺن ۾ به علم ۽ فضل عام هو انهن مان پٽ باران سر فهرست آهي. ڪلهوڙن جي دؤر ۾ شاهه محمد دودائيءَ هنگامو برپا ڪيو جنهن کي ميان يار محمد ڪلهوڙي جي حڪم تي مير شهداد خان ٽالپر چڙهائي ڪري ختم ڪيو جنهن کان پوءِ مير شهداد خان ٽالپر کي ميان يار محمد خان ڪلهوڙي سندس اعليٰ خدمتن کان خوش ٿي، پٽ باران جي جاگير عطا ڪئي هئي.

**پٽ تتر ڏڳوش** Pin-tailed Sandgrouse/ *Pterocles alchata*: سنڌ ۾ هي پکي پٽ تتر جو هڪ ٻيو نسل آهي. هن پٽ تتر کي اکين کان ٻاهر ڪجل جهڙي ڪاري ليڪ نڪتل ٿئي ٿي. هن جي پلئيءَ تي گول چٽ ۽ ڳچيءَ تي سُرخ پٽو هوندو آهي، جنهن کي هيلان ۽ ملان ڪاريون ليڪون هونديون آهن. هن ڏڳهه پُڇي پَٽ تتر جي سيني ڳچيءَ تائين هلڪي ڳاڙهسري پيلي هوندي آهي ۽ ڇاتيءَ تي اڇا



ڪنپ هوندا آهن. هن جي ماديءَ جو رنگ ڪجهه مختلف ٿئي ٿو هن پکيءَ جي رهائش وارا علائقا سنڌ، بلوچستان، ڪوهه قاف، ايران ۽ اتر آفريڪا آهي.

**پٽ تي ڏِگها ٽپا ڏيڻ**: هن راند جو نمونو ساڳيو اِهين ٽپن ڏيڻ وارو آهي. فرق صرف هيءَ آهي جو اِهين ٽپن لاءِ اوچائيءَ تي نوڙيون جهلبيون آهن ۽ هن ۾ وري مقرر ليڪ کان اڳتي ٽپي ڏيڻ لاءِ ڇٽبو آهي، پوءِ هر هڪ رانديگر ٽپا ڏيندو ويندو ۽ سندس ٽپ جو مفاصلو ماپيو ويندو آهي. آخر ۾ اهو رانديگر هن راند جو کٽندڙ ليکبو آهي، جنهن جو ٽپو سيني ۾ وڌيڪ ڪشادو هوندو آهي، هن راند ۾ بعضي ڪليل پيرن سان ٽپا ڏبا آهن ۽ بعضي ٻڌا ٽپا ڏبا آهن.

**پٽ پيرون**: هڪ قسم جي ول آهي، جيڪا باغن ۾ عام جام ملي ٿي. هن جڙي ٻوٽيءَ کي ”ڪانٽل پيرون“ به سڏيو ويندو آهي. هي ننڍو ٻوٽو آهي، جيڪو واڱڻ جي خاندان سان تعلق رکي ٿو هي هڪ طبي ٻوٽو آهي، جنهن ۾ ڪاري ڦل وارا ٻوٽا زهريلا ٿين ٿا. هي ٻوٽو برصغير ۾ خاص ڪري عام ملي ٿو ۽ برسات جي موسم ۾ اُپري ٿو هن جا ڪارا پيرون ڪائڻ ۾ سوادي ٿين ٿا.

**پٽ جون ڳنڍيون، ريشم ويڙها** (ڪتاب): هي ڪتاب مشهور شاعر ڊاڪٽر قيوم طراز جي شاعريءَ جو مجموعو آهي، جيڪو ڊاڪٽر انور فگار هڪڙي ترتيب ڏنو آهي. ڪتاب جو مهاڳ ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ لکيو آهي ۽ ”گيتن کي نذرانو“ عنوان سان تاثرات ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي جا آهن. ڊاڪٽر انور فگار هڪڙي گيت جو مختصر تاريخي جائزو عنوان تي تفصيل سان قيوم طراز جي شاعريءَ تي روشني وڌي آهي. سندس هڪ ڊار مضمون ”پنهنجو مت آ پاڻ هي ماڻهو“ به شامل آهي. جنهن ۾ قيوم طراز جي شاعريءَ جي خوبين تي بحث ٿيل آهي. هن ڪتاب ۾ قيوم طراز جا گيت، غزل ۽ نظم شامل آهن. ڊيمي سائيز جي 134 صفحن تي مشتمل ڪتاب جي قيمت 60 روپيا آهي ۽ مئي 2000ع ۾ گنج بخش پبليڪيشن، حيدرآباد ڇپايو آهي.




**پَتَرُ**: هيءَ مڇي، مِٺي جي پاڻيءَ ۾ ٿئي ٿي، جسامت ۾ ويڪري ۽ لسي ٿئي ٿي. گهڻو ڪري پاڻيءَ ۾ ”جهنگ“ هيٺ ٿئي ٿي، پر ٻاهر به نڪري ٿي.

**پٽراس**: پٽراس مڇيءَ جو قسم آهي. پٽراس مڇي شڪل شباهت ۾ پلي جهڙي ٿيندي آهي. هن جي ڊيگهه ٻن انچن کان ٽن انچن تائين ٿئي ٿي. پٽراس مڇي ڦوٽو ۽ ننڍي سنهي آني به ڪندي آهي. درياهي دڙن وارن ڏَهن ۽ ڪينجهن ۾ لڪندي آهي. اجا انچ جهڙي ٿئي ته وڏي مڇي کايو ڇڏي، باقي ٻن کان ڇئن انچن واري ڪاڏي وڃي ٿي. پٽراس درياهه جي ڇڏيل پراڻ ۽ درياهه سان لاڳو ڍنڍن ۾ ملندي آهي. هيءَ مڇي خاص ڪري ملاح مارنيدا نه آهن، پر پهريءَ وقت ڪن ٻين مڇين سان هي مڇيون به رڇن ۾ ڦاسنديون آهن. ڪڏهن ڪڏهن وڏي مڇيءَ جو رزق ملاحن کي جام ٿيندو آهي ته ننڍي مڇي ڇڏي ڏيندا آهن. يعني پاڻيءَ ۾ اڇلائي ڇڏيندا آهن.

**پٽ سليمان**: هن نالي سان ضلعي دادو تعلقي جوهيءَ ۾ چار ديهون آهن، جن تي ترتيبوار چار نمبر رکيل آهن: ديهه نمبر پهرينءَ ۾ ڳوٺ ’ڪنڊو ٻير‘ ۽ ’جنڊي رستماڻي‘ شامل آهن. ديهه نمبر ٻيءَ ۾ ڳوٺ ’ڦوٽو برهماڻي‘، ’عثمان خان‘، ’ڇِتو سولنگي‘ ۽ ٻيا ڳوٺ شامل آهن. ديهه نمبر ٽينءَ ۾ ’سليمان سائين‘ ۽ ’لُنڊن جا گهر‘ شامل آهن؛ ۽ ديهه نمبر چوٿينءَ ۾ ’شاهه بيگ رودناڻي‘، ’حمل رودناڻي‘ ۽ ٻيا ڳوٺ شامل آهن.

**پٽ سليمان وارو مقام:** هي مقام ديھہ پٽ سليمان- 3 تپي بکر شهيد تعلقي جوهي، ضلعي دادوءَ ۾ آهي. هن قبرستان ۾ خاص اڏاوت وارين رانڪون گنبذ سان ٺهيل آهن. جيڪي لنڊ قبيلي سان واسطو رکن ٿيون. سليمان لنڊ هن قبيلي جو مشهور شخص ٿي گذريو آهي. رانڪن تي هيٺ ٻنا ۽ برجيون ٺهيل آهن. رانڪن جي ڪنڊن تي بہ برجيون ٺهيل آهن. ونگن وارا پانيل، ونگن تي راسون وغيره نڪتل آهن. ڳچ (Neck) گهٽو ڪري انڪندڙو ٺهيل آهي، جنهن جي مٿان گول گنبذ ٺاهيو ويو آهي، ان جي مٿان ڪلسو ڏنل آهي. هي مقبرن جو ميڙ جوهيءَ کان اٽڪل 13 ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي اولهہ ۾ آهي. هي مقام ستن ايڪڙن تي ڦهليل آهي.

**پٽ فيڊر:** پٽ فيڊر واهہ ڪشمور شهر جي ڀرسان ريگستاني پٽ فيڊر مان نڪري ٿو هن واهہ جي ڊيگهہ 624 آرڊيون يا 125 ميل آهي. پٽ فيڊر ڀهريان 25 ميل سنڌ ۾ ۽ 100 ميل بلوچستان مان وهي ٿو هيءُ واهہ غير آباد پٽ واري علائقي مان نڪتل آهي، جتي پاڻيءَ جو ڪو بہ نانءُ نشان نہ هو سواءِ ان جي تہ ڪا قدرتي طرح برسات پوي. هتان جا ماڻهو برسات تي آسرو رکندا ۽ آبادي ڪندا هئا. پيئڻ جو پاڻي هتي اڻلڀ هو. آبپاشي کاتي هيءُ وڏو ڪارنامو ۽ ڪاميابي آهي، جو اهڙي علائقي وڏو واهہ کڍي ماڻهن جي زندگيءَ کي بدلائي ڇڏيو آهي.



پٽ فيڊر جو هڪ ڏيک

پٽ فيڊر واهہ تي 6 ڪراس ريگيوليٽر ۽ بہ روڊ پليون آهن. ڪراس ريگيوليٽر هر هڪ آر.ڊي-109، آر.ڊي-238، آر.ڊي-342، آر.ڊي-418، آر.ڊي-505، آر.ڊي-558 ۽ پڇڙي آر.ڊي-624 تي روڊ پليون بہ آهن. هڪ آر. ڊي- 38 ۽ ٻي پل آر. ڊي- 490 جيڪب آباد کان ڪوئيٽا ويندڙ روڊ تي ديري مراد جمالي شهر جي ڀرسان آهي، جنهن کي اڳ ٽيمپل ديرو چوندا هئا. هتان جيڪب آباد ڪوئيٽا ويندڙ ريلوي لائين بہ گذري ٿي. پٽ فيڊر جي آر.ڊي-109 کان صرف هڪ فرنٽيئر شاخ ڪڇي پاسي نڪري ٿي، جيڪا 15 ميلن تائين ٻنهي پاسي آبادي ڪرائي ٿي، پٽ فيڊر صرف هڪ ڪڇي پاسي واري علائقي کي آباد ڪري ٿو پٽ فيڊر جي پوري واهہ تي سڄي پاسي کان ڪا بہ شاخ نڪتل نہ آهي. صرف هڪ طرف ڪڇي پاسي کي پاڻي ڏيندو آهي، ان جو اهو سبب آهي جو سڄي پاسي وارو پٽ جو علائقو جيترو ٻري ويندو اوترو مٿي ٿيندو ويندو جنهنڪري پاڻيءَ جو اوڏانهن وهڪرو نہ ٿي سگهندو جو Gradient تمام وڏي آهي. ڪڇي پاسي کان پوءِ لاهي ٿيندي وڃي ٿي، جنهن ڪري پاڻي لاهيءَ جي ڪري تکڙو وهندو آهي. پٽ فيڊر جو اتر طرف جيترو ٻري وڃبو مٿي ٿيندو ويندو جيترو ڏکڻ طرف وڃبو لاهي ٿيندي ويندي. آر.ڊي-109 کان آر.ڊي-718 تائين تمام گهڻي واري ۽ ننڍيون ننڍيون ٽڪريون آهن. آر. ڊي- 238 جي ڪراس ريگيوليٽر تان بہ ڪا خاص شاخ نٿي نڪري، هنن زمينن کي شاهي واهہ مان پاڻي ملي ٿو. جيڪو پٽ فيڊر جي ويجهو وهي ٿو. آر.ڊي- 342 تان هڪ اُچ لنڪ ڪئنال نڪتل آهي، جيڪو ڊيگهہ ۾ صرف 3 ميل آهي ۽ شاهي واهہ مان وهندڙ اچ واهہ جي پڇڙيءَ کي هيءُ پاڻي ڏيندو آهي، هتي واريءَ جا وڏا ڍير آهن، جيڪي پوءِ جيڪب آباد شهر ڏانهن وڃن ٿا، اهي سنڌو درياهہ جي واريءَ جا نشان ٿي سگهن ٿا. آر.ڊي- 342 جو ڪراس ريگيوليٽر بلوچستان جي هيرين شهر وٽ آهي. آر.ڊي-109 کان وٺي آر.ڊي-418 تائين سڄي پاسي بگٽين جو قبائلي علائقو آهي، جتي سندن گهر ۽ ڳوٺ آباد آهن. پٽ فيڊر جي آر.ڊي-125 جي ڀرسان سئي گئس جو علائقو آهي، جتان گئس پوري ملڪ کي ملي رهي آهي.

پٽ فيڊر جي آر. ڊي- 418 ڪراس ريگيوليٽر کان ٻہ شاخون ڪڇي پاسي کان نڪرن ٿيون. هڪ نصيرآباد شاخ 14 ميل ڊگهي آهي ۽ ڏکڻ طرف وڃي ٿي. ٻي شاخ جهڏير آهي، جيڪا ڊيگهہ ۾ اٽڪل 22 ميل آهي، ان جي پڇڙي اڳوڻي ڦتل نصيرآباد شهر جي ڀرسان آهي، جيڪو هاڻوڪي جهٽ پٽ شهر کان 3 ميل اتر طرف آهي. هن شاخ تي جهڏير شاخ جو نالو انهيءَ ڪري پيو آهي، جو ڪوئيٽا، جيڪب آباد، روڊ جي ڀرسان منگولي ريلوي اسٽيشن جي سامهون، ڏکڻ طرف تمام قديم زماني جو ڦتل جهڏير جو دڙو آهي، جنهن دڙي جو احوال تاريخن ۾ بہ ملي ٿو جهڏير شاخ مان آر. ڊي- 23 جي ڪراس ريگيوليٽر وٽان هڪ ٻي شاخ نڪري ٿي، جنهن جو نالو آهي ٽيمپل ديرو شاخ. ان جي ڊيگهہ 20 ميل آهي ۽ ان جي پڇڙي جهٽ پٽ شهر ڀرسان ٿئي. ٽيمپل ديرو شهر جو هاڻي نالو ديرو مراد جمالي آهي، جيڪو نصير آباد ڊويزن جي ڪمشنر جو هيڊ ڪوارٽر ۽ وڏو شهر آهي. حقيقت ۾ پٽ فيڊر جي پاڻيءَ جي آبادي آر.ڊي-418 کان شروع ٿئي ٿي. هن کان مٿي R.D.O يعني هيڊ تائين پٽ فيڊر تي ڪا بہ آبادي ڪا نہ ٿي ٿئي، اهو سمورو علائقو واري ۽ دڙا آهن، زمين جي مٿانهين گهڻو مٿي آهي، واهہ جو پاڻي هيٺ وهي ٿو جنهنڪري زمين تي پاڻي ڪو نہ ٿو چڙهي، انهيءَ ڪري ان هنڌ ڪو بہ فصل ڪو نہ ٿو ٿئي، صرف سڄي پاسي کان رهندڙ بگٽي ۽ سندن ماڻهو پيئڻ لاءِ پاڻي کڻي ويندا آهن، سندن هن پوري علائقي ۾ ٻري ٻري ڳوٺ آهن. پٽ فيڊر جي آر.ڊي- 90 تي روڊ پُل آهي، جيڪو جيڪب آباد کان ڪوئيٽا روڊ وڃي ٿو هيءُ پُل ديري مراد جمالي شهر جي بلڪل ڀرسان آهي.

پٽ فيڊر جي آر.ڊي- 505 تي ڪراس ريگيوليٽر آهي، جتان ٻہ شاخون ڪڇي طرف نڪرن ٿيون:

**جهٽ پٽ شاخ:** جهٽ پٽ شاخ اٽڪل 18 ميل ڊگهي آهي، پٽ فيڊر کان اوڀر طرف جهٽ پٽ شهر جي ڀرسان وڃي ختم ٿئي ٿي. هيءَ شاخ جيڪب آباد-ڪوئيٽا ويندڙ رستي کان 3 ميل پري ڏکڻ طرف آهي. هن شاخ جي آر.ڊي-60 ڀرسان دنيا جو مشهور ڦتل جهڏير جو دڙو آهي. هن شاخ جي آر.ڊي-18 مان وري هڪ ٻي شاخ محبت پور نڪري ٿي، جنهن جي ڊيگهہ 16 ميل آهي ۽ روجهاڻ جمالي ڳوٺ ڀرسان وڃي ختم ٿئي ٿي.

**ٻاري شاخ:** هيءَ اٽڪل 22 ميل ڊگهي شاخ آهي، هن جي پڇڙي اوستا محمد شهر جي ڀرسان وهندڙ کير ٿر ڪئنال وٽ ٿئي ٿي. ٻاري شاخ مان

آر.ڊي-20 کان هڪ ٻي شاخ ٻالان نڪري ٿي، ان جي ڊيگهه به اٽڪل 20 ميل آهي. هن جي پڇڙي به وڃي کيرٿر ڪئنال وٽ ٿئي ٿي.

پٽ فيڊر جي آر.ڊي-558 ڪراس ريگيوليٽر کان به شاخون ڪبي طرف نڪرن ٿيون. هڪ عمراڻي شاخ، جيڪا هتان جي رهاڪو عمراڻين جي نالي تي آهي، هن جي ڊيگهه 21 ميل آهي. هن جي آر.ڊي-20 کان هن مان هڪ ٻي شاخ جنهن جو نالو روپا شاخ آهي، نڪري ٿي. هيءَ 20 ميل ڊگهي آهي ۽ وڃي تنبو شهر وٽ ختم ٿئي ٿي. عمراڻي شاخ به تنبو شهر وٽ ختم ٿئي ٿي، جيڪو عمراڻين جو شهر ۽ ضلعي جو هيڊڪوارٽر آهي.

پٽ فيڊر جي آر. ڊي- 558 ڪراس ريگيوليٽر کان ٻي نڪرندڙ مگسي شاخ آهي، جيڪا 20 ميل ڊگهي آهي، ان جي پڇڙي به کيرٿر ڪئنال ڏانهن وڃي ٿي، پٽ فيڊر جي پڇڙيءَ جو ڪراس ريگيوليٽر آر.ڊي-624 تي آهي ۽ هتي پٽ فيڊر جي پڄاڻي آهي ۽ هن هنڌ کان پٽ فيڊر مان ٽي شاخون نڪرن ٿيون. هڪ مراد شاخ، ٻي قبولو شاخ جيڪا هتان جي وڏي ۽ نئين قبولي جي نالي تي آهي، ۽ ٽين شاخ آهي ٽيل شاخ، جيڪا گندا واهه شهر ۽ جهل مگسيءَ ڏانهن وڃي ٿي. هر هڪ شاخ جي ڊيگهه 20 ميل آهي ۽ مختلف پاسن ڏانهن وڃن ٿيون، اهڙيءَ طرح پٽ فيڊر جي ڪشمور کان هلي هتي پڄاڻي ٿئي ٿي.

پٽ فيڊر جي پاڻيءَ جي آبادي آر.ڊي-418 کان شروع ٿئي ٿي ۽ آر.ڊي-624 تي پٽ فيڊر ختم ٿئي ٿو اتان به 20 ميل اڳتي پٽ فيڊر جو پاڻي شاخن ۾ وهي آبادي ڪرائي ٿو يعني اٽڪل 60 ميل ڊيگهه ۾ ۽ اٽڪل 20 ميل ويڪر ۾ اهو سڄو علائقو جيڪو پاڻيءَ جي هڪ قطري لاءِ سڪندو هو ۽ انهيءَ سڄي ايراضيءَ ۾ انسان ذات جو ڪو به نانءُ نشان ڪو نه هو اتي هاڻي پاڻيءَ اچڻ کان پوءِ وڏا ڳوٺ آباد ٿي ويا آهن. گهٽي وٽڪاري ۽ زمينون آباد ٿي ويون آهن، جيڪي ماڻهو مانيءَ جي هڪ ويلي لاءِ محتاج هئا، اهي هن وقت سٺن گهرن ۾ رهن ٿا. خوشحال ۽ آسودا آهن.

پٽ فيڊر جي هن علائقي ۾ کوسا، شر، سيد، جمالي، ڪٽوهڙ، چلگري، بروهي، عمراڻي، ابڙا ۽ ڪجهه هندو به رهن ٿا، جن جون زمينون آهن ۽ وڏا زميندار آهن. وڏا ڪارخانا، پيٽرول پمپ ۽ ڳوٺن ۾ بجلي اچي وئي آهي، جنهنڪري ڳوٺ روشن ٿي ويا آهن.

**پٽ فيڊر واهه:** هيءَ واهه گڊو بئراج جي ساڄي پاسي کان نڪرندڙ ڊيزرٽ پٽ فيڊر واهه مان ڪشمور وٽان نڪري ٿو هن واهه جي ڊيگهه 624 'آرڊيون' يا 125 ميل آهي. پٽ فيڊر ٻهريان 25 ميل سنڌ ۾ آهي، باقي 100 ميل بلوچستان مان وهي ٿو هيءُ پورو واهه هڪ غير آباد پٽ واري علائقي مان نڪتل آهي، جنهنڪري هن واهه تي 'پٽ فيڊر' نالو رکيو ويو پٽ فيڊر واهه تي 6 ڪراس ريگيوليٽر ۽ به روڊ برجون آهن. پٽ فيڊر واهه صرف هڪ پاسي، کاٻي کي آباد ڪري ٿو هن واهه تي ساڄي پاسي کان ڪا به شاخ نٿي نڪري.

**پٽ ڪارو هٽ:** ضلعي ڄامشوري جي تعلقي ٿاڻي بولاخان ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

موسيٰ ڪارو هٽ، علي محمد دڏڙ، محمد رحيم دڏڙ، صاحب خان دڏڙ، خدا ڏنو پهلوان، سلطان دڏڙ، محمد صديق ۽ ڪانراهه.

**پٽڪَم:** سونارن جو هڪ اصطلاح، جنهن موجب سونارا سون يا چانديءَ ۾ مَٽ ملائيندا آهن ته جيئن اهو مَٽُ به نج سون يا چانديءَ جي ملهه ۾ وڪامي وڃي.

**پٽ ڪَنڊي:** ضلعي دادوءَ جي تعلقي ميهڙ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جاني چانديو منگي جا پاڙ، موريو چانگو، نواب جو پَٽ ۽ ميرمحمد پنڊ.

**پٽ ڪنوار** (Indian Aloe): پٽ ڪنوار هڪ قسم جو ٻوٽو جيڪو گهٽو ڪري وارياسي زمين ۾ ٿيندو آهي، هن جون لامون سهڻن گلن سان پرپور، ڄٽيل ۽ ڊگهيون ٿينديون. هن ٻوٽي کي 'ايريال' ۽ 'ڪنوار ٻوٽي' به چوندا آهن. هن ٻوٽيءَ جي پنن مان رس نڪرندو آهي، جنهن کي 'ايريو' چوندا آهن. اهو پسارڪي وڪر طور دوائن ۾ ڪم ايندو آهي ۽ ڪيترين ئي بيمارين ۾ فائدو ڪندو آهي. هي ننڍو ٻوٽو ڪنييءَ جي شڪل تي گلن ۽ ڳردار پنن سان ڄٽيل، سهڻو برسات جي موسم ۾ واريا سي زمين ۽ پوٺن ۾ پيدا ٿيندو آهي. هن کي نپوڙي پاڻي ڪڍي جلندر، سلهه، ٻُرهل ۽ يرقان جي مريضن کي پياريندا آهن.


پٽ ڪنوار

**پٽ ڪنهاري:** ضلعي دادوءَ جي تعلقي جوهيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ ڪو به ڳوٺ موجود ناهي.

**پٽڪو:** مٿي تي ٻڌڻ لاءِ اٽڪل ڇهن والن يا ان کان گهٽ وڌ ماپ جو ڪپڙو، جيڪو گهڻو ڪري ململ جو هوندو آهي، پٽڪو بوسڪيءَ جو به ٿيندو آهي ۽ اجرڪ يا لونگيءَ جو به ٻڌبو آهي، هر ذات ۽ قبيلي جي پٽڪي ٻڌڻ جو پيرُ جدا جدا هوندو آهي، پٽڪي جي پيرَ مان خبر پوندي آهي ته همراهه ڪهڙي قبيلي سان واسطو رکندڙ آهي. مثال طور: جتوئين جا پاڙا گهڻا آهن، پر هڪڙا جتوئي پٽڪي جو پلاند ورائي ڪلهي تي رکندا آهن، ٻيا مٿي پٽڪي ۾ ٽُئي هڻي ڇڏيندا آهن. اهڙيءَ طرح مڱڻهار رنگين پٽڪو ٻڌندا آهن. جوڌپوري وڏو ۽ رنگ وارو پٽڪو گهٽ ۾ گهٽ پندرهن ويهن هٿن وارو ٻڌندا آهن، انهن جو پيرُ ۽ مڱڻهارن جي پٽڪي جو پيرُ ساڳيو هوندو آهي. سوڍا راجپوت ۽ ٺڪر ۽ راجستان ۾ رهندڙ هندو ذاتين جا ماڻهو چيٽ وغيره (پوتڻي) جي پڳ به ٻڌندا آهن. لاڙ جا ماڻهو اڍائي ٽن والن جو هلڪو پٽڪو ٻڌندا آهن. عام طرح ڳوٺن ۾ ماڻهو پٽڪو ٻڌندا آهن، راڄ جي اڳواڻ کي ٻڌايل پٽڪي کي "پڳ" چوندا آهن، اهڙيءَ طرح هر قبيلي جو پڳدار ٿيندو آهي، سنڌ ۾ راشدي خاندان جو اڳواڻ "پير پاڳارو" مشهور آهي. پٽڪي بابت سنڌيءَ ۾ ڪيترا اصطلاح ۽ محاورا موجود آهن.



جهڙوڪ: 'پٽڪو لاهڻ' معنيٰ بيعزتي ڪرڻ، 'پٽڪو ٻڌائڻ' معنيٰ 'عزت ڪرڻ'، 'پٽڪو لاهي هٿ ۾ ڪرڻ' معنيٰ 'پنهنجي عزت وڃائي'، 'ٻئي جي عزت تي حملو ڪرڻ'، 'پٽڪي لهرائڻ' معنيٰ: 'پڳ لاهي'، 'بي مانائتو ڪرڻ'، 'عزت خراب ڪرڻ' وغيره.

سنڌي معاشري ۾ پٽڪي کي وڏي عزت احترام جي نظر سان ڏٺو ويندو آهي ۽ پڳدار جي فيصلي کي مان ڏيندو آهي.

**پٽڪِي**: پٽڪِي، پٽڪي (پٽڪو) جو اسم تصغير آهي، پٽڪِي، پٽڪي کان ننڍي ۽ پٽڪي وانگر گهٽڻ والن جي ڪپڙي بدران مختصر ڪپڙي جي مٿي ڍڪڻ لاءِ ٻڌي ويندي آهي. سنڌيءَ ۾ پٽڪي ۽ پٽڪيءَ بابت ڪيترائي اصطلاح موجود آهن: جهڙوڪ: پٽڪي ڏوڙ ٿيڻ، پٽڪي لهڻ وغيره.

پٽڪِي يا پٽڪو اصل ۾ سنڌ جو شاهي ويس رهيو آهي ۽ اوائلي دؤر ۾ اهو رڳو خاص ۽ حاڪم ماڻهن لاءِ مخصوص هوندو هو ڇو ته اهو پٽ معنيٰ ريشم جي ڌاڳي جي ڪپڙي مان جڙيل هوندو هو اڄ به شادين ۾ گهوٽ کي بوسڪي (پٽ جو) پٽڪو پهرايو ويندو آهي. اڳتي هلي سوٽي ڪپڙي جو پٽڪو عام ٿيو جيڪو عام ماڻهوءَ جي سر ڍڪڻ جي عزت واري پوشاڪ ڳڻجڻ لڳو. ان ريت پٽڪي به شروعات ۾ پٽ/ ريشم جي ڌاڳي مان جوڙي ويندي هئي ۽ اڳتي هلي پٽ، سُٽ ۽ سٽيءَ مان ٺهيل ڪتب آندي وڃي ٿي. پٽڪو ۽ پٽڪي عزت جي علامت طور سنڌ توڙي برصغير ۾ مقبول آهي.

**پٽ ڪينئون** (Silk Worm): چين دنيا جو پهريون ملڪ آهي، جنهن پٽ ڪينئن پالڻ جي شروعات ڪئي، انهيءَ ڪري چين کي جيڪڏهن ريشم جو ملڪ چئجي ته ان ۾ ذري برابر به وڌاءُ نه ٿيندو. چين جي پٽ ڪينئن پالڻ جي تاريخ پنج هزار سال پراڻي آهي، هن وقت دنيا جي 50 کان وڌيڪ ملڪن ۾ ريشم سازيءَ جو ڪم هلي ٿو جن مان ڪجهه ملڪن جا نالا هي آهن: (1) چين (2) جپان (3) هندستان (4) روس (5) ڏکڻ ڪوريا (6) ٿائلينڊ (7) برازيل (8) اتر ڪوريا (9) ايران (10) بلغاريه (11) ترڪي وغيره. پاڪستان ۾ پٽ ڪينئن پالڻ جو ڪم 1947ع کان اڳ پنجاب ۾ شروع ٿيو هو ليڪن سنڌ ۾ فني ماهرن جي کوٽ ۽ توت جي پوک جي گهٽتائيءَ ڪري اهو ڪم ڪافي دير سان يعني 1977ع ۾ حڪومت سنڌ جي ٻيلي کاتي طرفان اهڙي اسڪيم تيار ڪري ان تي عمل ڪيو ويو جنهن اسڪيم جو خاص مقصد ٻهراڙيءَ جي ماڻهن کي روزگار مهيا ڪري، سندن مالي حالت سڌارڻ آهي. جيئن ته پٽ ڪينئن جي خوراڪ توت جو پن آهي، ان ڪري پٽ ڪينئن جي پالنا کان اڳ، سندن خوراڪ يعني توت جي پوک جو انتظام ڪرڻ ضروري آهي.

پٽ ڪينئن جي آنن کي پٽ يا ريشم جو ٻج (Silk Seed) چيو ويندو آهي. اهي ٻج پرڏيهي ملڪن جهڙوڪ: جپان، ڪوريا ۽ چين وغيره مان گهرايا ويندا آهن اهي ٻاهران گهرايل آنا هڪ ننڍي ڦڙڪي جي پيتي ۾ بند هوندا آهن، جنهن پيتيءَ کي ٻنهي پاسن کان ململ جو سنهڙو ڪپڙو لڳل هوندو آهي ته جيئن آنن کي هوا پهچي. هڪ پيتيءَ ۾ 20 هزار آنا هوندا آهن، جن جو وزن 12 گرام هوندو آهي. انهيءَ مان 8 کان 10 ڏينهن اندر پٽ ڪينئون نڪري نروار ٿيندو آهي، جنهن جي خوراڪ توت جا ڪتر ڪيل پن هوندي آهي. هيءَ ڪينئون 28 کان 30 ڏينهن اندر ريشم ڏئي پنهنجو ڪم مڪمل ڪندو آهي. هن جا پنج مرحلا ۽ چار ننڊون ٿينديون آهن. هر هڪ ننڊ (Moutling) جي وچ ۾ ڇئن کان پنجن ڏينهن جي وٿي هوندي آهي. پر آخري مرحلو 9 کان 10 ڏينهن جو ٿيندو آهي. پٽ ڪينئن جو ٽاڻ تمام سادو هوندو آهي. ڪاٺين مان هڪ منجهڻ تيار ڪري ان ۾ چار يا پنج خانا ٺاهبا آهن. پهريون خانو زمين کان هڪ فوٽ مٿي هوندو آهي. باقي ٻين خانن جي وچ ۾ ڏيڍ فوٽ جي وٿي هوندي آهي ته جيئن پٽ ڪينئن کي پن ڏيڻ ۽ صفائي ڪرڻ ۾ سهوليت ٿئي. منجهڻ مٿان تڏا يا ڪانن جون پترون رکي انهن مٿان وري اخبار وغيره وڇائي پٽ ڪينئن کي آرام سان پالي سگهجي ٿو ڪٽن تي به اهو ڪارج ڪري سگهجي ٿو.


پٽ ڪينئان

پٽ ڪينئن کي پالڻ لاءِ سٺي موسم بهار جي آهي، جنهن ۾ 15 فيبروري کان 15 اپريل تائين ٻه دفعا پٽ ڪينئون پالي سگهجي ٿو. ساڳيءَ طرح وري سرءُ جي موسم ۾ پهرئين آڪٽوبر کان 03 نومبر تائين ٻه دفعا پالي سگهجي ٿو تجربي ثابت ڪيو آهي ته هڪ ايڪڙ توت جي نرسريءَ تي 5 پيتيون ريشم جي ٻج جون سال ۾ ٻه دفعا پالي اٽڪل 20 هزار رپيا آسانيءَ سان ڪمائي سگهجن ٿا.

پٽ ڪينئن پالڻ ذريعي ڳوٺاڻن جي مالي حالت بهتر ٿئي ٿي. آبادگار ۽ هاري گهڻو ڪري بهار جي موسم ۾ ڪم ڪار کان واندا هوندا آهن. جنهن واندڪائيءَ جو فائدو وٺي هو پٽ ڪينئن ذريعي ڪافي پئسو ڪمائي سگهن ٿا.

سنڌ جي ڳوٺاڻن علائقن اندر رهندڙ خاص ڪري پرده نشين عورتون هن ريشم سازيءَ جي هنر ۾ دلچسپي وٺي گهر ويٺي نهايت مناسب آمدني حاصل ڪري سگهن ٿيون.

ريشم سازيءَ ۾ ترقي حاصل ڪرڻ سان اسان جو ڪافي پرڏيهي ناڻو جيڪو ٻاهرين ملڪن مان ريشم گهرائڻ تي خرچ ٿئي ٿو سو بچي پوندو.

پٽ ڪينئن ۾ ڪم ايندڙ توت جي ٻوٽن مان اسان کي جلائو ڪاٺيون ملڻ سان گڏ ٽوڪرين ٺاهڻ جو مال پڻ مهيا ٿيندو آهي. پٽ ڪينئن جون ڦونگٽيون ۽ ٻيو گند ڪچرو ڪڪڙين ۽ مڇين جي بهترين خوراڪ آهي. اهو گند ڪچرو مڇين جي تلائن ۾ استعمال ڪيو ويندو آهي. ان کان سواءِ ريشم جي ڍيرن مان ابريشم جو شربت ۽ دماغي ڪمزورين جا خميرا پڻ تيار ڪيا ويندا آهن.

**پٽ گل**: پٽ گل نالي جوهي تعلقي جي هن ديهہ ۾ پٽ گل محمد، لشڪري خان پرڳڙي، الهہ بخش پرڳڙي، ڏٽي بخش برهماڻي، صدر پنهور جا ڳوٺ شامل آهن. پٽ گل محمد، لغارين جو ڳوٺ آهي. سنڌن مقامي سردار گل محمد خان هتي رهندو هو.

**پٽ ڳاهو**: تعلقي ۽ ضلعي ٽنڊي محمد خان ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ستار ڏنو پٽ ڳاهو، منو ماڇي، راوت ڪولهي، ڪمڻ ماڇي، حاجي سليمان سمون، رب ڏنو نوناري، راڻو ماڇي، حاجي لونگ چنرو ۽ حاجي نور ڪوٽ.

**پَٽَ لاٽي**: هڪ قسم جو گاهہ، جنهن کي اُٺ کائيندا آهن. هي گاهہ ، بنجر ميداني علائقن ۾ جام ٿئي ٿو هن کي پنجابيءَ ۾ اليٽي، لاطينيءَ ۾ Zygophyllum Simplex چيو وڃي ٿو. هن گاهہ جي آڪهہ جو نالو Zygphylaceae آهي،



هي لاٽيءَ جو ننڍڙو قسم آهي، جيڪا زمين تي پکڙيل ٿيندي آهي، جنهن ۾ تمام گهٽو پاٽي ٿيندو آهي، هن جا گل هيڊا ٿيندا آهن. ٽنڊي محمد خان جي تر ۾ عام جام آهي. حيدرآباد، ٿرپارڪر، دادو ۽ بدين ۾ ڪثرت سان ٿئي ٿي. هي لوٽيائين زمينن تي ڪثرت سان ڏٺي وئي آهي.

**پٽلي پوٽا**: تعلقي نارا جي هڪ ديهہ جو نالو، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

مبارڪ علي پٽي، بهادر ملو باجن شر، گل محمد پٽي، چوچڙ شر، محمد سليمان آرائين ۽ بهادر پٽي.

**پٽ منجري** (راڳڻي): ڪافي ٺاٽ جي سمپورن راڳڻي، جنهن جي آروهي ۾ ڌيوت ۽ گنڌار دربل آهن. جنهنڪري هن جي شڪل سارنگ سان ملندڙ آهي، پر سارنگ ۾ ڌيوت ۽ گنڌار جا سُر ورج آهن. اهو ئي ٻنهي راڳڻين ۾ فرق آهي. هڪ مت موجب هن راڳڻيءَ ۾ ٻئي گنڌارون لڳن ٿيون. ٻي مت موجب هن راڳڻيءَ جا سڀ سُر شڌ آهن. ان قسم جي پٽ منجري بلاول ٺاٽ ۾ آهي. هن راڳڻيءَ جي شڪل ديسيءَ سان بہ ملي ٿي، پر ديسي ۾ ڌيوت ڪومل آهي ۽ ڪي وري ٻئي ڌيوت هڻن ٿا. پر پٽ منجريءَ ۾ صرف تيور ڌيوت آهي، جيڪو ڪمزور ڪري لڳائبو آهي. هن راڳڻيءَ ۾ ٻئي نکادون استعمال ٿين ٿيون. گنڌار ڪومل ڪري هڻبو آهي:

هن جي تان: گا- سا- مِا- پا —ني —سا- ري گا ري —ني —سا —سا —ري — ما ري — ما ما- پا — ما پا-نا پا- ما ري — گا ري- ني سا آهي، جڏهن تہ آروهي: سا ري ما پاني سا ۽ امروهي: سا نا ڌ پا ما گا ري سا آهي. هن جو وادي سُر: ڪرج ۽ سموادي سُر: پنچم آهي. هن جي ڳائڻ جو وقت: ٽيهري آهي.

راڳ ساگر ۾ ڪافي ٺاٽ جي زمري ۾ هن راڳڻيءَ جو ذڪر ڪيل نہ آهي.

**پٽنا** (Patna): هندستان جي صوبي بهار جو شهر پٽنا، جيڪو اجاتا ساترو (Ajata Satru) نالي سان 459 کان 491 ق. م تائين موريا خاندان جي چندر گپتا ۽ اشوڪا جي گاديءَ جو هنڌ رهيو آهي ۽ هاڻي بہ رياست بهار جي گاديءَ جو هنڌ آهي. پٽنا کي ڪنهن وقت پٽل پترا جي نالي سان بہ سڃاتو ويندو هو، جيڪو هن نالي سان هزار سال اڳ، پٽل پترا برصغير جو هڪ اهم شهر سمجهيو ويندو هو. 1997ع جي آدم شماري رپورٽ موجب هن شهر جي آبادي 1285470 آهي. سورهين صديءَ ۾ جڏهن شير شاهہ همايون کي شڪست ڏني تہ پاڻ هن شهر کي گاديءَ جو هنڌ بڻايائين. 1764ع ۾ بڪسار جي جنگ ڪانپوءِ پنجين صديءَ ڌاري آباد ٿيو ٽين صدي قبل مسيح ڌاري مهاراجا اشوڪا هن کي گاديءَ جو هنڌ بنايو هو. 400ع کان پوءِ هن شهر جو زوال شروع ٿيو. 1935ع ۾ هي شهر بهار رياست جي گاديءَ جو هنڌ بنيو. هي شهر انگريزن جي قبضي ۾ اچي ويو هي شهر گنگا نديءَ جي ڏکڻ ۾ 15 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي واقع آهي. هن شهر ۾ گانڌي ميدان هڪ اهم بندرگاهہ آهي. هن شهر جي اهم مارڪيٽ اشوڪ راج پاٿ جي نالي سان مشهور آهي. هن شهر ۾ هڪ بهترين عجائب گهر 'پٽنا ميوزيم' آهي، جنهن ۾ ڌاتو ۽ پٿرن جا ٺهيل مجسما رکيل آهن، جيڪي ٽي يا چار سؤ سال پراڻا آهن. پٽنا جي ڏکڻ طرف 'ڪمهار' نالي ماڳ، موجود آهي. جنهن جي کوٽائي ڪئي وئي آهي، هن شهر جي اوڀر ۾ سکن جو 'هُر مندر' آهي، جيڪو اڇي ماربل سان جڙيل آهي. سکن جو ڏهون ۽ آخري گرو 1660ع تي هن جاءِ



پٽنا جا گول گهر

تي پيدا ٿيو هو. هن شهر ۾ قلعا هائوس (جلان ميوزيم) بہ مشهور ماڳ آهي، جنهن کي 'شير شاهہ جو قلعو' سڏيو ويندو هو هن قلعي کي شير شاهہ تعمير ڪرايو. هن قلعي جا آثار اڄ بہ هن شهر ۾ موجود آهن. ان ڪانسواءِ 'اورينٽل لائبرري' بہ هن شهر جي مکيہ ماڳن ۾ شمار ٿئي ٿي، جنهن جو بنياد 1900ع ڌاري رکيو ويو هو. هن لائبرريءَ ۾ عربي، فارسي ٻولين ۾ مغلن ۽ راجپوتن جا شهپارا بہ موجود آهن.

**پٽ ناڙيون**: جابلو علائقن ۾ ڪنيين کي جبل ۾ پٽ ناڙيون ڪوٺين ۽ ڦونگيون چون. جبل ۾ برسات پوڻ کان پوءِ ڪونڌري زمين ۾ نڪرنديون آهن. اڇي رنگ جي آڱر جهڙي ٿلهي ڏانڊيءَ ۾ مٿان اڇي ٽوپ وانگر ٿينديون آهن. کائڻ ۾ تمام سوادي آهن.

**پٽ نمبر**: تعلقي شهدادڪوٽ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ 'ڪوٽ جلال خان' ۽ 'عبدالغفور ڪوسو' نالي ڳوٺ شامل آهن.

**پٽ نمبر**2: تعلقي شهداد ڪوٽ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پسند خان مگسي، خميسو خان مگسي، عيسيٰ پور، نيڪ محمد مغيري ۽ خوشحال خان مگسي.

**پِٽَڻَ** (Skates): هيءَ سامونڊي مڇي جو هڪ قسم آهي، جيڪا سامونڊي علائقن ۾ ٿيندي آهي. پِٽَڻَ شڪل ۾ ٽڪنڊائي گولائيءَ تي، ڊگهي ڇُهنبياري پڇ سان ٿيندي آهي ۽ سجاڻپ ۾ سولي آهي ۽ منگر مڇيءَ جي قسم ۾ شمار ٿيندي آهي. هيءَ مڇي سائنسي سڃاڻپ موجب ري فش (Ray Fish) جو هڪ ڪٽنب آهي، جنهن جي ڊيگهه ٽن کان چئن فوٽن



تائين ٿيندي آهي. ٻين سمنڊن ۾ وڏي ٿيندي آهي. هيءَ مڇي وزن يا تور ۾ اڍائي مڻن تائين به ٿيندي آهي. نر ماديءَ جي خبر بت جي ڊول ۽ رنگ مان پوندي آهي. اها ڇرون، ڪيڪڙا وغيره کائيندي آهي. ڪناري جي ويجهو به اچي، پر وڏي پاڻيءَ هيٺ تري ۾، جتي واري هوندي آهي، اتي رهي ٿي. سنڌ ۾ سمنڊ اندر پِٽَڻَ جا 12 کان وڌيڪ قسم ٿين ٿا. مثال طور: (1) ڪارج پٽڻ، جنهن جي مٿي تي سڱ ٿين، سا وڏي سمنڊ ۾ ٿئي، (2) چِٽرو، جنهن کي مٿان گول گول چٽن وارا نشان ٿين، (3) مورگو پٽڻ (4) گيم (5) گاد (6) ڪڏاڪُٽ يا ڪڏاڪُٽي (7) ڪُتي (8) ٽِٽر پٽڻ (9) موٽڻ يا ٻِڌ و جهٽو، (10) پخو (جنهن ۾ ڪنڊو ڪونهي) (11) وچيٽو پچر پٽڻ. (12) ڪارنج يا ڪارِنهہ، (13) گهيم.

**پٽڻ جو دڙو**: عمرڪوٽ ضلعي جي ساماري تعلقي ۾ واقع هي دڙو ساماري روڊ جي ڏکڻ ۾ ليلان جي پڙي کان ٽن ڪلوميٽرن جيتري پنڌ تي آهي. ليلان جو پڙو ساماري شهر ۽ ساماري روڊ جي وچ تي آهي. جتي مشهور بزرگ 'حسن باغبان' دفن ٿيل آهي. دڙي تان هٿ اينڌڙ وٿون اسلامي دور جون آهن. هتان ڪاشيءَ جي سرن جا ٽڪرا، ٺڪرائو چوڙين جا ٽڪر ۽ بعضي سڪا به ملن ٿا. هن ماڳ جي چوڌاري ڪي ٻيا اسلامي دور جا ماڳ ۽ اهڃاڻ به ملن ٿا. جهڙوڪ: ليلان جي ماڙي، ڪٺونرو جي ماڙي، ليلان جي ڪَنڊي، ليلان جي ترائي، ليلان وارو پڙ وغيره.

ڪن تاريخدانن پٽڻ جي بدران 'پتپڻ' يا 'پٽپڻ' به ڪري لکيو آهي.

**پَٽِٽي**: هن نالي سان تعلقي روهڙيءَ جي ديهه "آباد" ۾ ڳوٺ موجود آهن، جيڪي سنڌو درياهه جي قديم وهڪري جي ڪپ تي آهن. درياهه جي اڳاٽي وهڪري جو پيٽ اجا تائين چٽو پڌرو آهي، اهي ٻئي ڳوٺ 'وڏي پٽٽي' ۽ 'ننڍي پٽٽي' جي نالي سان مشهور آهن. ٻنهي ڳوٺن ۾ جدا جدا اسڪول آهن. وڏي پٽٽيءَ ۾ چار پنج هزار ماڻهو رهندڙ آهن ۽ ننڍي پٽٽيءَ ۾ ڪجهه گهٽ تعداد ۾ ماڻهو رهن ٿا. اهي ڳوٺ روهڙي شهر کان چار پنج ميل پري آهن.

**پٽٽي**: لوهارڪي ڪم جو هڪ اوزار.

**پٽو**: چمڙي يا ڪپڙي جي ٿلهي پٽي. چيلهه ۾ ٻڌڻ لاءِ ڪپڙي، ريگزن يا چمڙي جي پٽي، جيڪا چوڪيدار، سپاهي يا گارڊ ٻڌندا آهن. ڪمربند يا اڳٽ طور ڪم اچڻ جو پٽو. بيل گاڏيءَ جي ڦيٽي تي چڙهيل لوهي پَٽُ، هڪ قسم جو ٻانهن ۾ پائڻ لاءِ ڳهه به پٽو سڏبو آهي، زمين جو ٽڪر جيڪو لاپي تي ڏنو وڃي، ان کي به پٽو چئبو آهي. پڳل هڏ تي چاڙهڻ لاءِ به ڪپڙي يا پلستر واري مادي جو پٽو ٿيندو آهي. ريل جي لوهي رستي کي به "ريل جو پٽو" چئبو آهي.

**پٽ وارو پڙو**: هيءُ پڙو ديهه "بصيرو"، تعلقي فيض گنج ۾ 'پٽ واري ويريءَ' ۾ آهي. چئن پنجن ايڪڙن جي ايراضيءَ ۾ ڪافي ٺڪرائو آهي، اتان جي ماڻهن جي روايت موجب اتي به ڪنهن زماني ۾ هڪ وڏي مياڻي هوندي هئي. هي دڙو 'حاجي معلوم خان راڄپر' جي ڳوٺ جي پرسان آهي.

**پٽوجا**: تعلقي شهداد ڪوٽ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ چٽو خان موچي آباد آهي.

**پٽول**[1]: ڊگهن ٽٽن واري ٻڪري، اهڙي ٻڪري، جيڪا سهڻي به هجي، کير به جهجهو ڏئي ته ان کي "پٽول" چئبو آهي. سهڻي عورت کي به 'پٽول' چئبو آهي.

**پٽول**[2]: پٽول هڪ ٻوٽي آهي، اُن کي انگريزيءَ ۾ Sespedulla Wild Snake Gourd، فارسيءَ ۾ پلول، سنسڪرت ۾ پٽول، پاندو ڦل، هنديءَ ۾ پرول جهنگلي، بنگاليءَ ۾ پلتالتا، گجراتيءَ ۾ پرول، پنجابيءَ ۾ موهڪري ۽ لاطينيءَ ۾ Trichosanthis Cucsumarin چيو ويندو آهي. هيءَ Cucurbitaceae ٻوٽن جي آکهہ مان آهي. سنڌيءَ ۾ هن کي سنڌي طبيب موهڪري به چوندا آهن.


پٽول

هي عارضي ٻوٽو قد ۾ 3.6 ميٽر کان 4.5 ميٽر تائين ڊگهو ٿيندو آهي. هن جا پن پنجن کان ساڍا ٻارنهن سينٽي ميٽر ڊگها ٿين ٿا. هن جا گل ڪنوار وانگر پنجن آڱرين وانگر لڳل هوندا آهن. هن جو ڦل چيڙ وانگر ٿيندو آهي، هن جا پن گردي جي شڪل جا ٿيندا آهن. گلن تي سنهيون سنهيون ليڪون هونديون آهن. هن جو ڦل سائو ۽ پچڻ کان پوءِ نارنگي رنگ جو ٿي ويندو آهي. هن جا ٻي قسم آهن، جن ۾ هڪ ڪڙو قسم به هوندو آهي. هي ٻوٽو طبيبن لاءِ اهميت وارو آهي.

**پٽولو/ پٽورو**: پٽ يا ريشم جو ڪپڙو، پٽ جو يا ريشم جو وڳو يا چولو، پرت پربل ريشم جو عورتاڻو وڳو، بادشاهي ڪپڙن جو ريشمي وڳو، جنهن کي پيشگير به چوندا آهن.

**پَٽَهَڙ/ پٽاهڙ**: هڪ قسم جو اڳٺ، جيڪو رنگين يا اڇي سُٽ مان پٽيءَ وانگر ٿيندو آهي. پٽهڙ تمام مضبوط ٿيندو آهي.

**پٽهڙو/پٽهلو**: چٽن وارو، ٺڪر جو ننڍو ٿانءُ، جيڪو رانديڪي طور به استعمال ٿيندو آهي ۽ ڏياريءَ جي تهوار تي اُن ۾ مٺائي وجهي، ٻارن کي سوکڙيءَ طور موڪلي ويندي آهي.

- پٽهڙو، گوگڙو ۽ مورين جي ڪچن پنن کي به چوندا آهن، جيڪي ياجيءَ طور رڌبا آهن.

**پٽي/ ڦرهي:** پٽي، ڪاٺ جي لسي تختي ٿيندي آهي، جنهن کي ميٽ سان ميساري ٻارن کي الف- ب لکي ڏبي آهي. 10 کان 12 انچ ويڪري هن پٽيءَ کي سنڌيءَ ۾ ڦرهي بہ چئبو آهي. ڦرهيءَ تي ڪاري مَس سان سَر/ ڪاني جي ڪلڪ سان استاد لکندا هئا. اڄ بہ ڪٿي ڪٿي استعمال ٿئي ٿي. پٽي پرائمري تعليم جو ابتدائي مرحلو هوندي آهي، پٽيءَ تي اسڪول ۾ تازي داخل ٿيل ٻار کي الف ب جا اکر ۽ انهن جون زيرون، زبرون ۽ پيش لکي سڃاڻپ ڪرائبي آهي. اڳي تہ ٻارن کان بہ پٽيءَ تي اکرن جي مشق ڪرائبي/ لکائبي هئي. اڄڪلهہ ڪاغذ جي ڪاپين تي اها مشق پينسل ذريعي ڪرائي وڃي ٿي. ماضيءَ ۾ پرائمري اسڪولن ۾ پٽيءَ جو استعمال عام هو جيڪو هن وقت گھٽ ٿي ويو آهي. پٽي/ ڦرهي تي ٻارن کان ان ڪري لکرائبو هو تہ جيئن سندن اکر سهڻا ٿين ۽ ٻار سُٺا خوشخط ٿي سگھن. سنڌ ۾ درجي وار تعليم جي سرشتي هيٺ ٻار کي پهرئين ۽ پڪي پهرئين درجي کان اڳ پٽيءَ تي پڙهايو ويندو هو/ آهي. پهرئين درجي جي ٻار کي پرائمري اسڪولن ۾ ابتدائي طور ڪاٺ جي پٽيءَ تي ترتيب وار الف، ب ۽ الف، ب جي ڪَکَ: اَ، آ، اِ، اِي، اُ، اُو، اي اَي، او، او سيکاربي هئي. پٽي ميٽ سان ميساري وري وري استعمال ڪري سگھبي هئي.



هاڻي پٽيءَ جو استعمال گھٽجي ويو آهي، ان جي جاءِ تي چاڪ، سليٽ ۽ سليٽي پين اچي وئي آهي. خانگي اسڪولن ۾ تہ ابتدائي تعليم کان ئي ڪاپي ۽ پينسل ڪم آندي وڃي ٿي، نتيجي طور ٻارن جا اکر سٺا ۽ خوبصورت نہ ٿا ٿين. ٻهراڙين ۾ پراڻا استاد اڃا پٽيءَ جو ڪٿي ڪٿي استعمال ڪن ٿا.

**پٽيالو:** رازڪي ڪم جو اصطلاح، ٿنڀي، دروازي وغيره ۾ گول ڪم.

**پٽيجي:** تعلقي نارا جي هڪ ديهہ جو نالو جنهن ۾ 'تاجل شريف' ۽ 'الهڏنو ملو' نالي ڳوٺ شامل آهن.

**پٽيجي:** ضلعي دادوءَ جي تعلقي ميهڙ ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پٽيجي، پنيور، چن، ٻرڙا، ڪانڌڙا، غفار آباد ۽ محمد خان ٿيهو

**پٽيدار:** پٽيدار ٺيڪي تي ڪنيل زمين جي مالڪ کي سڏيو ويندو آهي، پٽي/ مقاطعي واري زمين تي مقرر ڪيل معياد لاءِ مالڪاڻي جي حق کي "پٽيداري" چئبو آهي.

**پٽيري:** هي ٻاڪري مال ۾ ٻڪري ۾ ڳرو نسل آهي، جيڪو سنڌ جي مختلف ضلعن جهڙوڪ: حيدرآباد، نواب شاهہ، خيرپور ۽ سانگهڙ ۾ پاليو وڃي ٿو پٽيرين ٻڪرين جو رنگ اڇو منهن، ڪنڌ، ڪن ۽ جنگهون ڳاڙهيون/ پوريون ٿين ٿيون، سندن ڪن ڊگها ۽ لڙيل هوندا آهن ۽ اوهَر وڏو ٿيندو آهي، هي نسل کير ۽ گوشت لاءِ پاليو وڃي ٿو

**پٽيل:** 'پٽيل' لفظ جي لغوي معنيٰ آهي پٽي وارو زميندار يا چڱو مڙس، جنهن جي زمين تي ڳوٺ ٻڌل هجي. هند- سنڌ ۾ مسلمانن توڙي هندو خاندانن (خاص ڪري هندن) ۾ 'پٽيل' سماجي اڳواڻ مکيءَ يا چڱي مڙس کي چوندا آهيون. هندستاني اڳواڻ جواهر لعل نهروءَ پنهنجي ڪتاب "پيءُ جا ڌيءَ ڏانهن خط" ۾ پٽيل لفظ جو منظر پيش هيئن بيان ڪيو آهي: جڏهن زراعت تي ڌيان ڏيڻ شروع ڪيو ويو تڏهن ڪم يا محنت جي ورهاست ٿي، ان ڪري قبيلي جي ڪنهن ماڻهوءَ لاءِ اهو لازم ٿي پيو تہ هو ڪم کي ترتيب سان سرانجام ڏئي. ان کان سواءِ قبيلن ۾ ويڙهہ دوران ضرورت پئي تہ سندن ڪو شخص اڳواڻي ڪري، ان لاءِ قبيلا سڀ کان عمر رسيده شخص کي چونڊي پٽيل بنائيندا هئا. Patriarch لفظ لاطيني ٻوليءَ جي پيٽر Pater مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي پيءُ (Father). يعني قبيلي/ قوم جو ابو. اهو جيترو عمر رسيده هوندو هو اوترو ئي ڪيس تجربيڪار ۽ ڄاڻ وارو سمجهيو ويندو هو. اهو پٽيل قبيلي جي ماڻهن کان مختلف نہ هوندو هو پر ماڻهن سان گڏجي ڪم ڪندو هو جيڪو ڪاڌو حاصل ڪندا هئا، سو سيني ۾ ورهائبو هو هر شيءِ قبيلي جي هوندي هئي. اڳي هر ڪنهن وٽ ڌار گهر ۽ جائدادون نہ هيون، جيئن اڄ آهن. سمورن جي ڪمائي پٽيل يا قبيلي کي سنڀاليندڙ شخص سيني ۾ ورهائيندو هو. آهستي آهستي تبديليون آيون. زراعت ۽ ٻين سماجي معاملن ۽ ڪمن ڪارين جي ترتيب ۽ نظرداري ۾ پٽيل پنهنجو وقت ڏيندو هو. آهستي آهستي پٽيلن هلڪا سلڪا ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏنا ۽ قبيلي جي ٻين ماڻهن کان مختلف ليکجڻ لڳو. هو قبيلي جي ماڻهن کي ڪمن جي ترتيب ڏسڻ ۽ حڪم ڪرڻ لڳو. قبيلائي جنگ دوران پٽيل وڌيڪ طاقتور ٿيندو ويو ۽ جيئن جيئن قبيلن ۾ تنظيمي ڪم جو واڌارو ٿيو پٽيل وڌيڪ منظر تي ويا. پٽيل جي موت تي قبيلي جا سمورا ماڻهو گڏ ٿي نئون اڳواڻ يا پٽيل مقرر ڪري ان کي پڳ پارائيندا هئا، پر اڪثر پٽيل چاهيندا هئا تہ سندن مرڻ پڄاڻان سندن اولاد ئي پٽيل ٿئي.

سنڌ جي ڏاکڻين حصي ٿر ۽ هندستان جي ڪڇ ۽ گجرات پرڳڻن ۾ راجپوت ذاتين ۾ پٽيل آڳاٽي وقت کان موجود آهن. سردار ولڀ ڀائي پٽيل، جسٽس دراب پٽيل، محمد عصمت پٽيل وغيره سياسي، سماجي، عدالتي ۽ ادبي ميدان ۾ مشهور شخصيتون ٿي گذريون آهن. سنڌ جي ٿرپارڪر ۽ عمرڪوٽ ضلعن ۾ قبيلائي سطح تي اڄ بہ پٽيل فيصلا ڪندا آهن ۽ متصادم ڌُرين کي سندن فيصلو قبول ڪرڻو پوندو آهي. ڪيترين مسلم ذاتين ۾ خاص ڪري ڪڇين ۽ کترين ۾ پٽيل موجود آهن.

**پٽيل، دوراب، جسٽس:** سپريم ڪورٽ جو اڳوڻو جج، جسٽس دوراب پٽيل 13 سيپٽمبر 1924ع ڌاري ڪوئيٽا ۾ جنم ورتو پوءِ هو پنهنجي ڏاڏي سان گڏ بمبئي هليو ويو جتي هن ايم. اي ۽ ايل. ايل. بي تائين تعليم حاصل ڪئي. ان کان پوءِ وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ انگلنڊ هليو ويو بئريسٽريءَ جو امتحان پاس ڪري، 1954ع ڌاري وطن واپس آيو ۽ ڪراچيءَ ۾ وڪالت شروع ڪيائين. 1966ع ۾ مغربي پاڪستان هاءِ ڪورٽ ۾ جج مقرر ٿيو 1976ع ۾ پاڪستان سپريم ڪورٽ جو جج مقرر ٿيو هن



ذوالفقار علي ڀُٽي جي ڪيس ۾ اختلافي نوٽ لکيو. 1981ع ۾ جڏهن صدر ضياءُالحق عبوري آئين تحت سمورن ججن کي PCO تحت حلف کڻڻ لازمي قرار ڏنو ته هن حلف نه کنيو. 1984ع ۾ ايشيا جي انساني حقن جي ڪميشن جو ميمبر ۽ 1987ع ۾ انٽرنيشنل ڪميشن آف جيورسٽس جو ميمبر بڻيو. 1987ع ۾ هي انساني حقن جي ڪميسن جو باني ميمبر ۽ تاحيات چيئرمين بڻيو. 1993ع ۾ جنيوا ۾ منعقد ٿيل اقوام متحده جي انساني حقن جي ڪميشن جي پاڪستاني وفد جي قيادت ڪيائين. ان ڪان سواءِ هو ڪبدني سينٽر جي انتظامي ڪاميٽي جو ميمبر رهي چڪو آهي.

جسٽس دوراب پٽيل، 15 مارچ 1997ع ۾ وفات ڪئي.

**پَٽيلو**: نار ۾ ڪم ايندڙ هڪ ڪاٺي، ڳاڏيءَ جي چيڙي تي يا هيٺئين پاسي ٻڌڻ واري جاءِ تي لڳل تختي، جيڪا اٽڪل ٽي فوٽ ڊگهي، ٽي انچ ويڪري ۽ هڪ انچ ٿلهي ٿيندي آهي.

**پٽيل، ولڀ ڀائي**: ڀارت جو ناميارو سياستدان ولڀ ڀائي پٽيل. جهاوير پٽيل جو فرزند، 31 آڪٽوبر 1875ع تي هندستان جي شهر احمد آباد ويجهو هڪ ڳوٺ ۾ ڄائو. هي انڊين نيشنل ڪانگريس جو سرگرم ڪارڪن ۽ مرڪزي اڳواڻ هو ابتدائي تعليم اباڻي شهر مان حاصل ڪرڻ بعد هن قانون جي ڊگري حاصل ڪئي ۽ بعد ۾ اعليٰ تعليم لاءِ 1908ع ۾ لنڊن ويو جتان هن بئريسٽريءَ جي امتحان ۾ پهريون نمبر حاصل ڪيو. بئريسٽر جي ڊگري حاصل ڪرڻ کان پوءِ هيءُ 1913ع ۾ واپس وطن آيو ۽ احمدآباد ۾ فوجداريءَ ڪيسن ۾ وڪالت ڪرڻ لڳو. هندستان جي عظيم رهنما مهاتما گانڌيءَ سان سندس پهرين ملاقات 1915ع ۾ ٿي. 1917ع ۾ احمدآباد ميونسپالٽيءَ جو ميمبر ٿيو. جنهن کان پوءِ مهاتما گانڌيءَ جو مٿس گهرو اثر ٿيو ۽ سندس خيالن قومپرستيءَ واري پاسي لاڙو ڪيو ۽ ٿوري ئي عرصي ۾ قومپرست سياست ۾ نالو ڪڍيائين. ستت ئي انڊين نيشنل ڪانگريس جو ميمبر ٿيو ۽ 16 فيبروري 1918ع ۾ ”ستيا گره“ واري تحريڪ شروع ڪئي. 1927ع ۾ ميونسپل ڪميٽي احمدآباد جو صدر منتخب ٿيو هن 1918ع واري ’عدم تعاون واري تحريڪ‘ ۾ پڻ ڀرپور حصو ورتو. 1921ع ڌاري احمدآباد ۾ آل انڊيا ڪانگريس جو اجلاس ٿيو، جنهن ۾ ستياگره ڪرڻ جا مڪمل اختيار مهاتما گانڌيءَ کي مليا. هيءُ ان اجلاس جي استقباليه ڪميٽيءَ جو چيئرمين هو ۽ ان ئي اجلاس ۾ بردوليءَ ۾ ڍلن نه ڏيڻ جو فيصلو ٿيو. جنهن جي ذميواري پڻ مٿس وڌي وئي. 5 فيبروري 1922ع ۾ يو پي جي چوراچوري ڳوٺ ۾ پوليس سان ٽڪراءَ جي نتيجي ۾ ماڻهن پاران ٿاڻي کي باهه ڏيئي ساڙي ڇڏڻ تان مهاتما گانڌيءَ پاران ’سول نافرماني واري تحريڪ‘ اوچتو بند ڪرڻ تي ڪارڪنن ۾ مايوسيءَ جي لهر پکڙي ۽ ان زماني ۾ گانڌي کي گرفتار ڪيو ويو. انهن ئي ڏينهن ۾ سردار پٽيل ولايتي ڪپڙي جو بائيڪاٽ ڪرايو ۽ 1928ع ۾ وري هڪ ڀيرو ٻيهر بردوليءَ ۾ ڍل نه ڏيڻ واري تحريڪ کي زور وٺرايائين. 1929ع ۾ بردوليءَ ۾ ستياگره شروع ڪيو. جنهنڪري ميونسپالٽيءَ تان



استعفا ڏئي ڇڏيائين. 1931ع ڌاري ڪراچيءَ ۾ آل انڊيا ڪانگريس جو اجلاس سندس صدارت هيٺ ٿيو ۽ گانڌي کيس صلاحڪار طور لنڊن ۾ رٿيل گول ميز ڪانفرنس ۾ وٺي ويو. 1935ع کان 1942ع تائين ڪانگريس جي پارلياماني بورڊ جو صدر رهيو. پنهنجي سياسي عمل دوران ڪيترا ڀيرا جيل ۾ ويو. ٻي مهاڀاري جنگ دوران عدم تعاون ڪرڻ تي انگريز سرڪار کيس نظر بند ڪيو. 1942ع ۾ ڪانگريس پاران ”انگريزا! هندستان خالي ڪريو“ تحريڪ جو باضابطه اعلان ٿيو. ان دوران ٻين محب وطن سياسي اڳواڻن جيان هن کي به نظربند ڪيو ويو. جتان 2 سيپٽمبر 1945ع ۾ آزاد ٿيو. 1945ع ۾ نظر بنديءَ مان آزاد ٿيو ته برصغير هند جي مستقبل لاءِ ٿيندڙ هر مذاڪري ۾ اڳواڻ جي حيثيت سان شامل رهيو. 1946ع ۾ عبوري حڪومت ۾ گهرو وزير ۽ رياستن جو وزير مقرر ٿيو ۽ هندستان جي آزاديءَ بعد ملڪ جو نائب وزيراعظم ۽ گهرو وزير ٿيو. سياست دوران هن ڏيهي رياستن کي انڊين يونين ۾ شامل ڪرڻ ۽ آزاد هندستان ۾ ڪميونسٽن کي ڪچلڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو هن کي اڪثر سياسي تجزيہ نگار ورهاڱي جو ذميوار قرار ڏين ٿا، چاڪاڻ ته هيءُ ان وقت وزير داخلہ هو ۽ ٻيو ته ڪانگريس جي ساڄي ڌُر (جنهن کي فرقي پرست ليکيو ٿي ويو) انهن جو مدارالمهام هو. پر تڏهن به هن ڏيهي رياستن کي دانشمندي سان ڀارت ۾ ملايو اهو سندس اهم ڪارنامو آهي. هندستان جي هن سياسي رهنما 10 نومبر 1950ع تي بمبئي ۾ وفات ڪئي.

**پٽيو/ تختو**: ڪاريگر ڪنهن گدي يا رليءَ تي ويهي جنهن تختي تي ڪپڙو رکي ڇُر جو ڪم ڪندو آهي، ان کي پٽيو يا تختو چوندا آهن. هي ڪاٺ جو تختو ٻہ فوٽ ويڪرو، چار فوٽ ڊگهو ۽ زمين کان سندس اوچائي سوا فوٽ هوندي آهي. ان پٽئي جي مٿان ڪنبل يا ڪٽي وڇائي سنوَت ڪبي آهي ته جيئن ڇاپو پنهنجو صحيح عڪس ڇڏي. جي تختو مضبوط هوندو آهي ته ڇر ڪرڻ مهل ڪاريگر ڪپڙي تي ڇاپو رکي، ان کي ٻه ٽي مڪون هڻندو آهي ته جيئن ڇپائي چٽي ٿئي.

- ڪپڙن سٽن جي ڪاٺ واري ڦرهي کي به ”پٽيو“ چوندا آهن.

**پٽيوالو**: چپڙاسي، سرڪاري دفتر جو ننڍو ملازم، جنهن کي پراڻي وقت ۾ چيلهه ۾ پٽو ٻڌل هوندو هو ان تان کيس ’پٽي وارو‘ يا ’پٽيوالو‘ چيو ويو. موجوده دور ۾ فقط سيشن ڪورٽ جو پٽيوالو ۽ گورنر جو نائڪ، پٽيواليءَ جي نشان وارو پٽو ٻڌندا آهن. هونئن هاڻي پٽيوالي (Peon) کي نائب قاصد چيو وڃي ٿو هن جو ڪم دفتر جي صفائي رکڻ ۽ آفيس جو ڪم ڪرڻ هوندو آهي.

**پٽيون**: هي ڳهه جو هڪ قسم آهي، جيڪو جمع ۾ ڪم ايندڙ لفظ آهي، هي ڳهه پيرن ۾ پائبو آهي، ٻانهن ۾ ٻڌڻ جون ’پٽيون‘ به ٿينديون آهن، جن کي ”پٽيهريون“ چئبو آهي.

**پٽيهرو ڍورو**: هي درياهي ڍورو سيتا وليج (ضلعي دادو) پرسان آهي، جنهن درياهه جي ڇڏي وڃڻ ڪري ڍنڍ جي صورت اختيار ڪئي هئي ۽ ان ۾ ٻهه، مڇي ۽ پٻڻ جام ٿيندا هئا، پر گذريل اڌ صديءَ کان خشڪ ساليءَ جو شڪار آهي ۽ اتي زمين هموار ڪري پوکي ڪئي وڃي ٿي.

**پٽيهر ول**: هيءَ ٿلهي ڪاٺيءَ سان ڪنڊن واري ول آهي، ول ۾ تاريون گهٽيون ٿين ٿيون. ڦَر اڪ جي انبڙين جيان ٿئي، جنهن مان اندران نرم پشم نڪرندي آهي. پن پان جيان، ڪندا جانور جي سڱن جيان مُڙيل، گل گلابي ۽ اڇي رنگ تي ڪٽوري جيان ٿينس، جن ۾ هيڊي رنگ جي لغار ٿيندي آهي، هن ول جي پاڙ مان ڪيرنڪري ٿي جنهن ڪري ان کي "ڪيرول" جو هڪ قسم چيو ويندو آهي.

**پٽيهل**: سنڌو درياھ جو آڳاٽو وهڪرو جنهن جا آثار سنڌ جي لاڙ واري حصي ۾ گولاڙچيءَ ۾، ڪورواھ طرف ميرپور بٺوري ۽ بدين تعلقن (ترائي شهر) ۾ موجود آهن. شاھ جي رسالي ۾ توڙي جاگرافيءَ جي ڪتابن ۾ هن وهڪري کي "پٽيهل ڍوري" جي نالي سان ياد ڪيو ويندو آهي. اهو ڍورو ڪڙئي گهنور جي اُتر- اولهه ڪنڊ تي ستن ميلن جي مفاصلي تي آڳڙيءَ وٽان وهندو هو. آڳڙيءَ جو شهر پٽيهل جي ڪاهي ڪناري تي جسوڏڻ نالي سردار جو ٻڌايل هو. شاھ لطيف پٽيهل ڍورو سُڪل ڏٺو هو جو ان کان اڳ درياھ اوچتو رخ بدلايو هو ۽ پٽيهل ڍوري ۾ پاڻي گهٽجڻ لڳو هو. ملاح پنهنجا ٻيڙا ڍوري مان ڪڍي ويا هئا، واهڙي ۽ سانگن جا گاھ ۽ فصل سُڪي ويا هئا، تڏهن شاھ صاحب اُن جو اڳيون اوج نه ڏسي هيٺيان بيت چيا هئا:

پٽيهل تو ۾ پُور، اڳيون ناهي آب جو،
سُڪين ڪهڙي سور، پيئڻ واري وڃ.

سُڪي ڍورُ ڍيون ٿيو، ڪنڌيءَ ڏنو ڪائو،
سو پاڻي پٽيهل ۾، اڳيون نه آيو،
ماڙهن ميڙائو، ڪنهين ڪنهين پيٽين.

*(سرُ ڏهر 1- 9، شاھ جو رسالو، الف- ب وار: محمد عالم سومرو، صفحو 409)*

اندازاً 8 صدي هجري (15 صدي عيسويءَ) درياھ جو وهڪرو پٽيهل واري ڍوري مان هوندو هو. پر 1758ع ۾ درياھ (مهراڻ) نصرپور وٽان پنهنجو وهڪرو بدلايو ته ان جو اثر پٽيهل سان گڏ ٻين ڇاڙن، جهول ۽ گُنگڙي تي به پيو. پٽيهل ڍوري سان ٻيو ڏاڳي ڍورو هو ۽ ٻنهي جو پاڻي "هليار" يا "هلياري" ۾ پوندو هو. ان دور ۾ درياھ رخ بدلايو ۽ ان جو پٽيهل وارو پيٽ سڪي ويو. اهو تاريخي ڍورو ڳوٺ احمد راڄي کان ڪجهه پنڌ ايرندي تان وهي وڃي ڪوري نار ۾ چوڙ ڪندو هو. هن ڍوري جي ڪناري تي 'آڳڙي'، 'جڪرا'، 'اوڏ'، 'راهوڪي'، 'ڪاڪيجائي'، 'مرزانپور'، 'آسيلي'، 'محبوب شاھ' ۽ 'بخاري شريف' نالي ڳوٺ ۽ شهر آباد هئا.

'ڏاڳي' ۽ 'هليار' کي به پٽ ڏٽيءَ ڳايو آهي:

'ڏاڳي' ۽ 'ڍور'، هئي وهن 'هليار' ۾

**پٽ**: اها ٻڪري، جيڪا لڳ جهڙي هجي ۽ عمر اَٽ ڏھ مهينا مس هجيس، ان کي 'ايٽ' به چئبو آهي.

**پَٽُ**: ٻيڙيءَ جو هڪ عضوو، جيڪو درياھ جي ٻيڙيءَ جي پَسَنِ کي پاڻ ۾ ڳنڍيندو آهي. ڪاري (سمنڊ) جي ٻيڙيءَ ۾ مٿين تختائين فرش (فالڪي) کي به پَٽُ چئبو آهي. هوڙي جي اولي کي به پٽ چوندا آهن.

**پُٺ**: بدن جي پنئين يا ڪرنگهي واري پاسي کي 'پُٺ' چئبو آهي، 'پُٺي' ۽ 'پُٺا' به اُن جا نعم البدل لفظ آهن. 'پُٺ' لفظ اولاد لاءِ به ڪم ايندو آهي. اصطلاحاً پُٺ لفظ سفارش، طاقت، مدد، حمايت ۽ طرفداريءَ لاءِ به ڪم ايندو آهي.

**پُٺارَڪَ**: اها پري، جيڪا پٺن تي ڪٽجي. ڪپڙي جي ڇيڙي ۾ ٻڌل هڙ، جنهن جو ٻيو ڇيڙو ڪُلهي تان ورائي ڪڇ ۾ هٽجي. پٺن تي ڪنيل گاھ وغيره جي پريءَ کي به پنارڪ چئبو آهي.

**پٺارو**: تعلقي شاهبندر، ضلعي ٺٽي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**پٺاڻ**: هڪ قوم، جيڪا پاڪستان جي صوبي خيبر پختونخوا (سرحد) ۽ بلوچستان صوبن، ۽ پاڙيسري ملڪ افغانستان ۾ وڏي تعداد ۾ آباد آهي. هيءَ قوم سائيڪو قبيلن ۾ ورهايل آهي. سندن آبادي هڪ ڪروڙ کان وڌيڪ آهي، جنهن مان اڌ آبادي افغانستان ۽ اڌ پاڪستان ۾ رهائش پذير آهي. پٺاڻن جي مُک قبيلن ۾ دُراني، ترين، غلزئي، بنگش، اورڪزئي، محمد زئي، توپالزئي (Topalzai) ڪاڪڙ (Kakar)، برانگ، شيراني، آفريدي، محمود ۽ مهمند شامل آهن ۽ اهي قبيلا وري سوين پاڙن ۾ به تقسيم ٿيل آهن.

پٺاڻ ۽ افغان قوم بابت متضاد نظريا آهن. چيو وڃي ٿو ته اصل افغان، يهودي نسل مان آهن. پٺاڻن جا ڪيترائي قبيلا پنهنجو نسبي سلسلو اسرائيل جي ٻهرئين بادشاھ 'طالوت' جي پوٽي 'افغانه' سان ڳنڍيندا آهن. اهو به چيو وڃي ٿو ته 'افغان' ۽ 'پٺاڻ' ٻئي ڌار ڌار قومون آهن. افغان، هندستان جي ٻين قبيلن سان ميل جول کان پوءِ به پاڻ کي حقيقي افغان تسليم ڪندا آهن. اهڙيءَ طرح اهي پاڻ کي احمد شاھ دُرانيءَ جي عروج کان پوءِ دُراني سڏائيندا آيا آهن ۽ غير دراني پشتو ڳالهائڻ وارن کي "اوپرن" ۾ شمار ڪندا آهن.



افغانن ۽ اڪثر پٺاڻن جي ٻولي "پشتو" يا "پختو" آهي ۽ اهي پاڻ کي "پختون" يا "پشتون" به چوائين ٿا. اهو لفظ پوءِ بدلجي "پٺاڻ" ٿي ويو آهي. عيسوي صديءَ جي اوائل ۾ هن قوم جا ماڻهو ڪوھ سفيد ۽ اترئين ڪوھ سليمان تي آباد هئا. اهي پوءِ سنڌو درياھ جي ڪاهي ڪپ کان وٺي درياھ سوات تائين ۽ جلال آباد (افغانستان) کان وٺي پشين ۽ ڪوئيٽا تائين آهستي آهستي پکڙجندا رهيا ۽ اتي جي افغان ۽ غلزئي قبيلن جي ٻوليءَ ۽ روايتن کي پنهنجو ڪيائون. اهڙيءَ طرح پشتو (پختو) زبان ڳالهائڻ وارا سڀ ماڻهو هڪ نالي "پٺاڻ" طور مشهور ٿي ويا.

پنهنجي نسب جو سلسلو "افغانه" سان ملائڻ وارا پٺاڻ چون ٿا ته بخت نصر (سائرس عظيم) ڪين سام وٺي ويو ۽ پوءِ ڪين فارس ۽ ٻين ملڪن ۾ آباد ڪيائين. افغان جي حوالي سان ڪتاب "پنجاب کي ذاتين" جي مصنف ڊينزل ابسٽن، ايڊورڊ آليور جي ڪتاب "پٺاڻ ۽ بلوچ" جو حوالو ڏيندي لکيو آهي ته بن يامين بن يعقوب جي اولاد مان هڪ پٽ 'قيس' يا "ڪيش" هو.

جنهن کي پنهنجي پيءُ ۽ چاچي طرفان ورثي ۾ صرف چار ڍڳون مليون. قيس جو هڪ پٽ ’سارل‘ هو. جنهن کي طويل قد جي ڪري ’طالوت‘ چوندا هئا. طالوت، لوي قبيلي جي ٻن عورتن سان شاديون ڪيون. هڪ زال مان ڪيس هڪ ڌيءُ ڄائي، جنهن جي شادي حضرت دائود عليہ السلام سان ٿي. جيڪو پنهنجي ٻارهن ڀائرن ۾ سڀني کان ننڍو هو. دائود، عمالقہ قبيلي سان جنگين دوران، وڏا ڪارناما ڏيکاريا تہ کيس رياست جو اڳواڻ بنايو ويو. ان بعد دائود ئي طالوت (سارل) جو جانشين بڻيو. طالوت جي وفات کان چند ڏينهن پوءِ، سندس ٻنهي زالن کي ٻہ پٽ ڄاوا، جن جا نالا ’برقيہ‘ ۽ ’ارميہ‘ رکيا ويا. دائود ٻنهي ڀائرن تي مهربان رهندو آيو ۽ کين سردارين ۽ ترقيون پڻ ڏنائين. ٻنهي جون شاديون ڪرايون ويون ۽ کين هڪ هڪ پٽ بہ ڄائو. برقيہ جي پٽ جو نالو آصف ۽ ارميہ جي پٽ جو نالو افغانہ رکيو ويو اهو ئي افغانہ هو، جنهن کي افغان پنهنجو مورثِ اعليٰ سڏيندا آهن. جيڪو طالوت (سارل) جو پوٽو هو. اهڙيءَ طرح سندس نسب جو سلسلو اڳتي هلندو رهيو. ۾ هتي اهو ڄاڻڻ ضروري آهي تہ اهو سلسلہ نسب افغانن جو آهي، جڏهن تہ پٺاڻ هندستاني ماخذ آهن.



ساڳئي ڪتاب ۾ لکيل آهي تہ نبي اڪرم صلي الله عليہ وسلم جي دور ۾ جڏهن افغان قبيلن کي دين جي دعوت ڏني وئي تہ ڪيترا سردار مديني طرف روانا ٿيا. انهن قبيلن ۾ سردار قيس جو قبيلو بہ شامل هو. جيڪو سڀ کان طاقتور هو ۽ ان جو نسبي سلسلو 37 هين نمبر تي سارل (طالوت)، 45 هين نمبر تي حضرت ابراهيم سان مليو ٿي. نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم سان ملاقات بعد ايمان آندائون. سندن عبراني نالا هٽائي، عربي نالا رکيا ويا.

هئي پاسي پنجين ۽ ڇهين صديءَ جي وچ ڌاري هندوڪش جبل ۽ واديءَ سنڌ ۾ ستين (Scythian) قبيلن جي حملن، ٻڌمت جي پيروڪارن گنڌارا جي هڪ وڏي آباديءَ کي هڪالي ڪابل جي اتر ۽ پشاور جي اترين پهاڙين ڏانهن ڀڄائي ڪڍيو انهن پوءِ هلمند درياهہ جي ٻنهي ڪنارن تي پنهنجون آباديون قائم ڪيون ۽ هڪ وڏو شهر آباد ڪيو جنهن جو نالو ”گنڌار“ رکيائون، جيڪو پوءِ ”قنڌار“ ٿي ويو اهي ئي ماڻهو ”خاص پٺاڻ“ آهن. جڏهن دنيا تي اسلام جو غلبو ٿيڻ لڳو تڏهن نبي سڳوري صلي الله عليہ وسلم وٽ ايمان آڻيندڙ افغان قبيلا عرب فاتحن سان گڏ ڏکڻ ايشيا ڏانهن وڌڻ لڳا. اهڙيءَ طرح اهي هلمند درياهہ جي ڪنارن ۽ قنڌار شهر ۾ آيا ۽ اتي جي رهاڪن خاص پٺاڻن سان ملي جلي ويا. پوءِ اهي ٻئي قومون ”پٺاڻ“ جي هڪ نالي هيٺ گڏ رهڻ لڳيون ۽ ٻنهي قومن هڪ ٻئي جي تهذيب، ثقافت ۽ ٻوليءَ کي قبول ڪيو. ’ابدالي‘، ’شيراني‘، ’دراني‘ ۽ ’ترين‘ قبيلا خالص افغاني ۽ اسرائيلي ماخذ جا آهن. جڏهن تہ ’يوسف زئي‘، ’پاني زئي‘، ’مهمند‘ ’اورڪ زئي‘ وغيره خالص پٺاڻ آهن. ارڙهين صدي عيسويءَ ۾ ابدالي قبيلا طاقت ور ٿيا ۽ قنڌار توڙي ٻين علائقن جا حڪمران ٿي ويا ۽ ان ملڪ جو نالو افغانستان رکيائون.

ستين صدي عيسويءَ جي خاتمي کان ٿورو اڳ، پٺاڻ (پشتون/پختون يا افغان) پشاور ۽ خيبر لڪ جي علائقي ۾ آيا. هنن ايندي ئي پنجاب جي حڪمرانن کان سنڌو درياهہ جي اولهہ وارو ميداني علائقو کسي ورتو. بعد ۾ گکڙ قوم جي مدد سان سنڌو درياهہ ۽ جهلم جي وچ واري علائقي تي قابض ٿي ويا. ان کان پوءِ پٺاڻن لاهور جي حاڪمن کي مجبور ڪيو تہ سنڌو درياهہ جو الهندي وارو ۽ ڪابل درياهہ جو ڏاکڻيون جابلو علائقو بہ پٺاڻن جي حوالي ڪن.

هڪ طبقي جو چوڻ آهي تہ پشاور اصل ۾ ’هندڪو‘ ڳالهائيندڙ اصلوڪن ميداني پشورين جو علائقو هو. جنهن ۾ پوءِ جابلو افغاني/ پٺاڻ اچي وسيا (وڌيڪ ڏسو: پشاور).

ڏهين صدي عيسويءَ ۾ پشاور وارو علائقو وري افغانستان جي قبضي ۾ اچي ويو. جڏهن سبڪتگين لاهور جي راجا جئپال کي شڪست ڏني. ان کان پوءِ سلطان محمود غزنويءَ يارهين صدي عيسويءَ جي اوائل ۾ هندستان تي حملن دوران پشاور کي مستقل طرح ڇانوڻي بنائي ڇڏيو. سلطان محمود کان سؤ سالن تائين پشاور کي ”غزنہ“ جو پرڳڻو شمار ڪيو ويندو هو. آخر ۾ پندرهين صدي عيسويءَ ۾ غورين جي هٿان غزنوي حڪومت جو خاتمو ٿيو ۽ 1505ع تائين هتي مختلف حڪمرانن جي حڪومت هلندي رهي. سال 1526ع ۾ بابر خيبر لڪ کان حملي آور ٿيو. هو پنهنجي حڪومت جي شروعاتي دور ۾ افغانن (پٺاڻن) ڏانهن متوجهہ ٿيو ۽ هن باجوڙ ۽ سوات کي فتح ڪيو.

همايون جي زماني ۾ هتي خليل، مهمند ۽ دائودزئي قبيلن جي خانہ جنگي ٿيندي رهي. انهيءَ ڪري اڪبر بادشاهہ فسادن کي روڪڻ لاءِ گهڻن هنڌن تي فوجي قلعا ٺهرائي، وڙهندڙ قبيلن ۾ ٺاپر آندي. ليڪن هن علائقي تي قبضي جو اصل مقصد هو ڪابل ڏانهن ويندڙ رستي جي حفاظت. ان زماني ۾ يوسف زئي ۽ خٽڪ قبيلن ۾ اختلاف هئڻ سبب هي علائقو ٻن حصن ۾ ورهائجي ويو. هنن پنهنجو پاڻ کي اصلي حاڪم چورايو. پر دهليءَ جي حڪومت سان بہ نالي ماتر تعلق رکندا آيا. اها حالت جهانگير ۽ شاهہ جهان جي عهد تائين قائم رهي.

1668ع ۾ پٺاڻن گهڻي تعداد ۾ گڏجي سنڌو درياهہ جي حدن مان ڇڇ واري علائقي تي قبضو ڪري، دهليءَ ۽ ڪابل جو رستو بند ڪري ڇڏيو. اهڙيءَ طرح گهڻي وقت تائين پشاور جي سڄي ميداني علائقي تي قبضو ڄمائي ويٺا رهيا. انهيءَ عرصي ۾ اورنگزيب خود لشڪر وٺي آيو تہ جيئن انهن قبيلن تي ٻيهر پنهنجو تسلط قائم رکي سگهي. اها جدوجهد بہ سال (75-1673ع) جاري رهي. انهن جنگين ۾ پشتو زبان جي نامور شاعر خوشحال خان خٽڪ وڏو حصو ورتو هو. هو اورنگ زيب جو سخت مخالف هو ۽ سندس ڪيتري شاعري اورنگزيب ۽ مغلن خلاف آهي. هن وصيت ڪئي هئي تہ ڪيس مرڻ پڄاڻان اهڙي هنڌ دفن ڪيو وڃي، جتي ڪنهن مغل جو پاڇو بہ نہ پوي. چون ٿا تہ جيستائين مغلن جو اثر هو. خوشحال خان

جي قبر جي نوجوان پهاڙن جي چوٽين تان بيهي حفاظت ڪندا هئا ۽ ڪڏهن به ان تي ڪنهن مغل جو پاڇو پوڻ نه ڏنائون.

اورنگزيب جي پونئيرن بعد ۾ پشاور تي پنهنجو قبضو قائم رکيو، پر مغلن جي زوال سبب 1740ع ۾ پشاور نادر شاهه جي قبضي ۾ اچي ويو. جنهن ڪري مغلن سنڌو درياهه جو اولهندو ڪنارو سڄي جو سڄو نادر شاهه جي حوالي ڪري ڇڏيو. انهيءَ وچ ۾ نادر شاهه جي خراسان ۾ مصروفيت سبب يوسف زئي، ختڪ ۽ ڪوهستاني قبيلا بلڪل آزاد ۽ خودمختيار رهيا. البته خليل، مهمند، دائود زئي ۽ محمد زئي قبيلن کان زبردستي خراج ورتو ويندو هو. نادر شاهه جي وفات کان پوءِ سدوزئي دُرانين، احمد شاهه ابداليءَ جي اڳواڻيءَ هيٺ قنڌار ۾ پنهنجي حڪومت قائم ڪري ورتي، جنهن جي دور ۾ پشاور جي علائقي ۾ به سندن قبضو قائم رهيو. 1793ع ۾ سدوزئي قبيلي جي آخري دعويدار شاهه شجاع پشاور ۾ پنهنجي حڪومت جو اعلان ڪيو. آخرڪار وڏن انقلابن کان پوءِ شاهه شجاع 1815ع ۾ دستبردار ٿي. انگريزن جي حفاظت ۾ لڌياني ۾ رهائش اختيار ڪئي ۽ اهو سمورو علائقو سکن جي قبضي ۾ هليو ويو. پشاور جي علائقي مان سکن جي حڪمراني تڏهن ختم ٿي، جڏهن 1849ع ۾ سکن کي آخري شڪست ملي ۽ پشاور جي وادي انگريزن جي مملڪت ۾ شامل ٿي وئي. ميجر لارنس کي پشاور جو ڊپٽي ڪمشنر مقرر ڪيو ويو، ۽ ان کي پنجاب گورنمينٽ جو هڪ انتظامي ضلعو قرار ڏنو ويو.

پٺاڻ قوم نسل جي لحاظ کان وڏن وڏن قبيلن ۾ ورهايل آهي، جن جو ڪو گڏيل وجود نه آهي. قبيلي جو هر حصو جيڪو پلي ڪيترو وڏو يا ننڍو هجي، پنهنجو سربراهه رکندو آهي، جنهن کي خاص پٺاڻ لقب "مَلڪ" مليل هوندو آهي، ڪجهه قبيلن ۾ 'خيل' يا 'سردار خانه' به چوندا آهن. جڏهن ته مڪمل ۽ آخري فيصلي وارا اختيار "جرڳي" وٽ هوندا آهن. هر قبيلي جا وري ننڍا ننڍا قبيلا ٿي فرقا هوندا آهن. اهي ننڍا قبيلا يا فرقا هڪ انداز ۾ 'زئي' يا 'خيل' جي اضافي سان مشترڪ مورث اعليٰ جي نالي سان منسوب هوندا آهن. 'زئي' پشتو ٻوليءَ جي لفظ 'زوءِ' يعني "پٽ" جي بگڙيل صورت آهي، جڏهن ته 'خيل' عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ 'جماعت' يا 'تنظيم' آهي، جيئن 'ڪاڪا خيل' يا 'يوسفزئيءَ' وغيره.

**سنڌ ۾ پٺاڻن جي آمد:** سنڌ ۾ ڪن هنڌن تي پٺاڻن جون قديم بستيون آهن. پنهنجي مڪيه قوم ۽ ٻوليءَ کان ڪٽجي وڃڻ سبب، ڪيترن کي ته ياد ئي نه رهيو آهي ته انهن جو ڪو تعلق پٺاڻ قوم سان آهي. سنڌ ۾ رهندڙ انڍڻ، ڪجڪ، نحر ۽ ڪاڪڙ قبيلا، اصل ۾ پٺاڻ آهن. پر گهڻي وقت کان سنڌ ۾ رهڻ ۽ سنڌي ٻولي، تهذيب ۽ ثقافت اختيار ڪرڻ ڪري، هو پٺاڻ قوم جي پشتو ٻولي به نٿا ڳالهائين. خود "پٺاڻ" نالي سان به ڪيترائي قبيلا هتي رهائش پذير آهن، جيڪي ڪجهه سرائڪي ۽ ڪي سنڌي ٻولي ڳالهائين ٿا ۽ پاڻ کي سنڌي پٺاڻ سڏائين ٿا.

اوائل ۾ پٺاڻ قوم جي سنڌ اچڻ جو واحد ذريعو سنڌو درياهه ٿي هو. جنهن ذريعي هن قوم جا ماڻهو ٻيڙين ۾ چڙهي سنڌ پهتا ۽ اتي اچي مقامي ماڻهن جا هنر ۽ ڌنڌا اختيار ڪيائون. ڪي ماڻهو هتي اچي واپار جي ڪم ۾ لڳي ويا ته ڪن اچي ٻيڙيون ۽ بتيلا ٺاهڻ شروع ڪيا ته ڪن لوهارڪو ڌنڌو اختيار ڪيو. هن قوم جي ماڻهن جو سنڌ ۾ اچڻ جو ٻيو وڏو سبب جنگيون ۽ حملا پڻ هئا. عربن جي دؤر کان پوءِ مختلف حملن ۽ جنگين ۾ ارغون ۽ ترخان حڪمرانيءَ دوران پڻ پٺاڻ سنڌ ۾ آباد ٿيا ۽ انهن مڪاني هنرن ۽ فنن سميت پنهنجا هنر به ڪم آندا. خاص طور تي نيزا، ڀالا ۽ تراريون ٺاهڻ وغيره. اڄ به لاڙڪاڻي طرف جا پٺاڻ لوهارڪو ڌنڌو ڪندا آهن.



ننڍي ڪنڊ جي ورهاڱي کان پوءِ مسلم اڪثريتي علائقن کي پاڪستان ۾ شامل ڪيو ويو، تن ۾ صوبو سرحد ۽ اتريان آزاد قبائلي علائقا پٺاڻن جي آباديءَ تي مشتمل هئا. اهڙيءَ طرح صوبي بلوچستان ۾ به بلوچن ۽ سنڌين کان پوءِ پٺاڻن جي گهڻي آبادي آهي. جڏهن ته سنڌ ۽ پنجاب ۾ به ڪيترائي پٺاڻ قبيلا رهائش پذير آهن. سنڌ ۾ خاص طور تي حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ ۾ وڏي تعداد ۾ پٺاڻ آباد آهن، جيڪي مختلف ڪم ڪار ۽ هنر ڄاڻن ٿا. ڪراچيءَ ۾ خاص طور تي موٽر ورڪشاپن ۽ ٽرانسپورٽ ۾ اڪثريت پٺاڻن جي آهي. افغانستان ۾ روسي مداخلت ۽ بعد ۾ خانه جنگيءَ جي صورتحال ۽ پيدا ٿيل معاشي بدحاليءَ بعد افغاني پکوڙن جو هڪ وڏو تعداد سڄي پاڪستان جي مختلف حصن ۽ خاص ڪري سنڌ ۾، سو به ڪراچيءَ ۾ ڪاروبار ۽ ٻيا ڌنڌا ڪري رهيا آهن. ڪابل، قنڌار ۽ مزار شريف تي طالبان جي قبضي ۽ شمالي اتحاد جي شڪست ۽ بعد ۾ عالمي برادريءَ ۽ گڏيل قومن طرفان لڳندڙ معاشي ۽ اقتصادي پابندين جي ڪري، روز بروز ڪيترائي افغاني پٺاڻ سنڌ ڏانهن به اچي رهيا آهن ۽ سنڌ جا ماڻهو هر وقت سندن آمد تي احتجاج ڪندا رهيا آهن. ان حد تائين جو اسيمبلي فلور تي به افغان پناهگيرن جي آمد خلاف ڪيترا ڀيرا آواز اٿاريو ويو آهي.

**پٺاڻ**[2]: تعلقي شهداد ڪوٽ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

شاهه پور، علي محمد ڪٽياڻ، الهه رکيو بروهي، بهرام بروهي.

**پٺاڻ، آغا طارق**: آغا طارق خان سنڌ جي بزرگ سياستدان آغا غلام نبي خان پٺاڻ جو فرزند آهي جيڪو شڪارپور ضلعي جي ڳوٺ سلطان ڪوٽ ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم شڪارپور مان حاصل ڪيائين. 1968ع ۾ سي اينڊ ايس گورنمينٽ ڊگري ڪاليج شڪارپور مان گريجوئيشن ڪيائين. آغا طارق خان جو پيشو بنيادي طرح زمينداري آهي، پر خانداني سياست به سندس ورثي ۾ شامل آهي. هن عملي سياست ۾ پيپلز پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي 1988ع جي صوبائي اسيمبلي جي چونڊن ۾ حصو ورتو ڪيائين.

صوبائي اسيمبلي ۾ ڪاميابي حاصل ڪري صوبائي وزير ٿيو. اهڙيءَ ريت 1993ع ۾ قومي اسيمبليءَ جي چونڊن ۾ پيپلزپارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي ڪاميابي حاصل ڪري، وفاقي ڪابينا ۾ شامل ٿيو. ڪيس وزير مملڪت نوجوانن جي معاملن ۽ اسپورٽس جا قلمدان ڏنا ويا. 2002ع جي عام چونڊن ۾ به شڪارپور جي صوبائيءَ تڪ تان صوبائي اسيمبلي جو ميمبر چونڊيو ويو. واضح هجي ته آغا طارق خان 2002ع جي اليڪشن دوران جيل ۾ هو. جيل ۾ اليڪشن ۾ حصو وٺي ڪامياب ٿيو ۽ پنهنجي مخالف اميدوار امتياز احمد شيخ کي شڪست ڏنائين.

**پناڻ جي ڪافي**: سيوهڻ شهر ۾ قلندري فقيرن جي رهائش لاءِ ڪيترين ڪافيون ۽ آستانا موجود آهن، جن کي تاريخي حيثيت حاصل آهي. جتي شهبازي طريقت جو علم ڏنو ويندو هو. ”ڪافي“ عربي لفظ ”ڪهف“ مان ورتل چيو وڃي ٿو، جنهن جو مطلب ”ڇُر“ يا ”غار“ آهي، جيڪا قديم وقت توڙي موجوده دور ۾ گهر وغيره وانگر استعمال ٿئي ٿي. سچي سيوهڻ شهر ۾ ڪيترين ”ڪافيون“ موجود آهن، پر قلندري ۽ فقرائي طريقت جون پنج ڪافيون وڏيڪ اهم ۽ مشهور آهن. جن مان ڪافي سخي سرور المعروف ”پناڻ ڪافي“ به هڪ آهي. ڪلهوڙا دور ۾ سيد انور علي شاهه هڪ ڪامل فقير ٿي گذريو آهي، جيڪو بادل شير جي طالب ”گل شاهه“ جو طالب هو. هن جا ڪيترا پناڻ فقير، قلندر لعل شهباز جي درگاهه جي صفائي ٻهاري ڪندا هئا. انور شاهه جي وفات کان پوءِ سندس اولاد پناڻ فقير


پناڻ جي ڪافيءَ جو ڏيک

ڪي تڪيو ٺهرائي ڏنو جيڪو ”سخي سرور جي ڪافي يا مڪان“ جي نالي سان سڏيو ويو ۽ اڳتي ”پناڻ ڪافي“ مشهور ٿي. هن ڪافيءَ تي ٻهاري، صفائي ڪندڙن جا هيٺيان مهندار / اڳواڻ مقرر ٿيندا رهيا: يقين شاهه روشن علي شاهه (1813ع کان 1826ع تائين)، دربار علي شاهه (1826ع کان 1841ع تائين)، امان علي شاهه (1841ع کان 1853ع تائين)، خاڪي شاهه (1853ع کان 1869ع تائين)، محبوب شاهه (1869ع کان 1900ع تائين)، قطب شاهه (1900ع کان 1914ع تائين)، شمشير علي شاهه (1914ع کان 1926ع تائين)، ديدار علي شاهه (1926ع کان 1931ع تائين) ۽ نادر شاهه (1931ع کان 1980ع تائين). سيد نادر شاهه نيڪ، عبادتگار ۽ مجرد شخص هو. هن وقت ڪافيءَ جو سرگروهه فقير ڊاڪٽر عارف علي شاهه، نادر علي شاهه جو پائيٽيو آهي. هن ڪافيءَ ۾ 250 کن عاليشان ڪمرا ٺهيل آهن، جيڪي زيارتين کي بنا معاوضي رهائش لاءِ ڏنا ويندا آهن. پناڻ جي ڪافيءَ تي ٽي ويلا ماني نذر نياز عام ورهائبو آهي. سال ۾ متبرڪ ڏينهن تي چاليهارو پيرا خيرات ۽ ننگر ورهايو ويندو آهي.

رمضان فقير متولي آهن. هيءَ ڪافي، ٻين ڪافين کان نرالي ۽ خرچ واري آهي. هن ڪافيءَ جا فقير ۽ سرگروهه هن وقت ڏمال ۾ ڪونه ٿا لهن.

**پناڻ، دُر محمد، ڊاڪٽر**: سنڌ جي نالي واري اديب ۽ محقق، ڊاڪٽر در محمد پناڻ جو پورو نالو در محمد پناڻ ولد گل محمد پناڻ آهي. هو 25 مئي 1945ع تي ڳوٺ خير محمد آريجا تعلقي ڏوڪري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ڄائو. پرائمري تعليم پنهنجي ڳوٺ مان حاصل ڪيائين. مئٽرڪ 1963ع ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي مان ڪيائين. بي. اي پرائيويٽ 1967ع ۾ ڪيائين. بي. ايڊ 1971ع ۾ اول پوزيشن ۾ پاس ڪيائين ۽ 1972ع ۾ ايم. اي سنڌي ٽئين پوزيشن سان سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪيائين. 1979ع ۾ ”ڪراچيءَ جو سنڌي ٻوليءَ علم ۽ ادب جي ترقيءَ ۾ حصو“ جي موضوع تي تحقيقي مقالو لکي، پي. ايڇ. ڊي ڪيائين.



در محمد پناڻ 1973ع ۾ تعليم کاتي ۾ ليڪچرار ۽ 1985ع ۾ اسسٽنٽ پروفيسر مقرر ٿيو. ان ئي عرصي ۾ ڊپٽي ڊائريڪٽر انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي مقرر ٿيو. جتي ڪجهه عرصو قائم مقام ڊائريڪٽر به رهيو. ڊيپوٽيشن جا پنج سال پورا ڪرڻ بعد 1990ع ۾ گورنمينٽ ڪاليج ڏوڪريءَ ۾ اسسٽنٽ پروفيسر مقرر ٿيو. 1991ع ۾ ايسوسيئيٽ پروفيسر ٿيو ۽ 1991ع کان 1995ع تائين اتي ئي پرنسپال ٿيو. جتان رٽائر ٿيڻ کان پوءِ هن وقت زيبسٽ ڪاليج لاڙڪاڻي ۾ پرنسپال طور خدمتون سرانجام ڏئي رهيو آهي.

سندس هن وقت تائين سنڌ بابت تحقيق کان سواءِ اٽڪل 500 کان مٿي ثقافتي، ادبي، تاريخي ۽ تحقيقي مضمون ڇپيل آهن. جڏهن ته سندس ٽيهارو کن ننڍا وڏا ڪتاب لکيل ۽ ترتيب ڏنل آهن، جن ۾ ”موتي مور ملوڪ جا“ (سگهڙ محمد ملوڪ عباسيءَ جي لوڪ شاعري، ترتيب: 1981ع)، ٻارڙن لاءِ ”ذهني آزمائش“ ۽ ”ڇيلڙي وارو شهزادو“ (1984)، ”سنڌ ۾ سياسي چرپر“ (1985ع)، ”مولانا عبيدالله سنڌي“ (ٻارن لاءِ: 1985ع). ”آدرش رنگ“ (شاعري: 1986ع)، ”ادب ۽ ماحول“ (1987ع). ”جهڙا گل گلاب جا“ (هندو شاعرن جي شاعري: 1988ع)، علامه آءِ. آءِ. قاضي سووينئر (ترتيب :1989ع)، ”موتين مٺ ملوڪ جي“ (سگهڙ محمد ملوڪ عباسيءَ جي لوڪ شاعري: 1990ع)، ”سنڌي ادبي بورڊ ڪارڪردگي“ (ڪتابڙو:1991ع)، ”لاٽيون سهڻي لقمان جون“ (سگهڙ محمد لقمان جي لوڪ شاعري: 1995ع) ۽ ٻيا اڃا وجن ٿا. ڪتاب ”ادب ۽ ماحول“ کي سنڌ يونيورسٽيءَ پاران 1988ع ۾ ايم. اي سنڌي نصاب ۾ شامل ڪيو ويو. سندس ڪتاب ”جو مطالعو ڪيو مون“ 1983ع ۾ انڊيا ۾ شايع ٿيو. ڊاڪٽر در محمد پناڻ پنهنجي ابائي ڳوٺ خير محمد آريجا ۾ پنهنجي امڙ حيات خاتون ۽ ابي گل محمد جي نالي سان ”گل حيات انسٽيٽيوٽ“ جهڙو علمي ادارو پنهنجي مدد پاڻ جي بنياد تي قائم ڪري مثال پيدا ڪيو آهي. هي سنڌ جو اهڙو غير سرڪاري ادارو آهي. جنهن ۾ هزارين ناياب ڪتاب ۽ فن، ثقافت، سياست، شخصيات ۽ تاريخ بابت اخباري ڪٽڻ تي مشتمل هزارين فائيلن جو مواد موجود آهي.

ڊاڪٽر در محمد انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ۽ قائداعظم يونيورسٽي اسلام آباد طرفان ڏهاڪو مضمونن ۾ پي. ايڇ. ڊي گائيڊ طور خدمتون سرانجام ڏئي چڪو آهي. 1985ع ۾ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ ۾ هڪ پراجيڪٽ "پرزرويشن آف هسٽري ڪلچر ۽ لٽريچر آف سنڌ" هيٺ سندس ڪيل جاڪوڙ ۽ ٻين خدمتن جي مڃتا طور 1986ع ۾ سنڌالاجيءَ ۾ "ڊاڪٽر در محمد پناڻ ڪارنر" قائم ڪئي وئي، جنهن مان ڪيترن شاگردن پي. ايڇ. ڊي لاءِ مدد حاصل ڪئي آهي.

سندس خدمتن جو مختصر وچور هن ريت آهي: پاڪستان اسٽڊي سينٽر ڄامشوري جي ترجمي واري شعبي ڇپائيءَ جو اعزازي صلاحڪار (1986ع کان 1990ع تائين)، ميمبر سنڌي ادبي بورڊ (1989ع کان 1991ع)، ميمبر بزم طالب المولىٰ (1968ع)، بنيادي ميمبر سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽي (1984ع کان)، باني صدر سنڌ سگهڙ سنگت (1973ع کان)، بنيادي ميمبر لاڙڪاڻو هسٽاريڪل سوسائٽي (1988ع کان)، باني صدر سنڌي رائيٽرس ڪلب (1984ع کان)، چيئرمين شهيد هوش محمد شيدي ويلفيئر آرگنائيزيشن (1986ع) ۽ باني گل حيات انسٽيٽيوٽ آگسٽ (1990ع کان) اڄ تائين.

ڊاڪٽر صاحب کي قلمي ۽ ادبي پورهئي تي ڪيترا اوارڊ مليا آهن. جن ۾ "سنڌيءَ ۾ تحقيق کي ترقي ڏيارڻ" تي "اديون ايوارڊ" (1984ع)، "سنڌ مدرسي ڪراچيءَ جي تاريخ ۽ ترقيءَ بابت تحقيق" تي (1985ع) ۾ چانديءَ جو ميڊل، "سلور جوبلي آف سنڌالاجي" (1987ع) ۾ "سنڌ يونيورسٽي وائيس چانسلر ايوارڊ"، "پاڪستان اسٽڊي شيلڊ" 1989ع، "سنڌ لاءِ تحقيق" سنڌ گريجوئيٽس گولڊ ميڊل (1992ع)، "طالب المولىٰ اوارڊ" (1993ع)، "ڪيڊٽ ڪاليج لاڙڪاڻو اوارڊ" (1996ع)، "شيرل باڊاهي اوارڊ" (1995ع)، "شهدادپور تعليمي اوارڊ" (1995ع)، مهراڻ اڪيڊميءَ پاران "پاڪستان سلور جوبلي اوارڊ" (1997ع)، "سگا ايوارڊ" (1998ع) شامل آهن.

ڊاڪٽر در محمد پناڻ جو سنڌي ڊرامو "اونداهيءَ جا اولڙا" ٿي. وي تان نشر ٿي چڪو آهي. پاڻ هڪ ئي وقت محقق، شاعر، استاد، اديب، نقاد، دانشور، علم دوست ۽ گهڻ پاسائين شخصيت جو مالڪ آهي.

**پناڻ، قارداد خان:** آغا قادر داد پناڻ خيرپور رياست جو پهريون وزيراعظم هو. 16 جنوري 1844ع تي شڪارپور ۾ ڄائو. سندس والد گل خان



پناڻ هڪ تاجر هو. جيڪو شڪارپور کان دهليءَ ويندي رستي تي ڦورن هٿان قتل ٿي ويو. ان ڪري قادر داد جي سنڀال ۽ پرورش پنهنجيءَ ماءُ ۽ مامي رحمت خان جي نظرداريءَ هيٺ ٿي. ڪيس پهرين مدرسي ۾ ويهاريو ويو جتي هن عربي ۽ فارسي پڙهي. نومبر 1859ع ۾ شڪارپور جي ڪليڪٽر آفيس ۾ رڪارڊ ڪيپر مقرر ٿيو. پهرين نومبر 1861ع ۾ ساڳيءَ آفيس ۾ اڪائونٽس ڊپارٽمينٽ ۾ منشي ۽ 12 آڪٽوبر 1863ع تي روينيو ڊپارٽمينٽ ۾ منشي مقرر ٿيو. 19 جولاءِ 1866ع تي سيوهڻ جو مختيارڪار ٿيو ۽ ترقي ڪندي 1878ع تي ڊپٽي ڪليڪٽر مقرر ٿيو.

رياست خيرپور جو والي مير فيض محمد خان پنهنجي والد مير علي مراد خان جي وفات کان پوءِ 7 اپريل 1894ع تي گاديءَ تي ويٺو ته انگريز سرڪار آغا قادرداد خان کي خيرپور جو وزيراعظم مقرر ڪيو. هن جي قابليت پرکي انگريز سرڪار ڪيس وڏي اهميت ڏني. وزيراعظم ٿيڻ کان پوءِ آغا قادرداد خان ڪمشنر ۽ پوليٽيڪل ايجنٽ جي راءِ کي گهڻي اهميت ڏيندو هو. سندس همعصر دور جو منشي ۽ تاريخ نويس خدا داد خان لکي ٿو ته "هن اچڻ سان اڳوڻو نظام بدلائي نئون نظام شروع ڪيو. (1) ديوان اتم چند ۽ ٻيا منشي رياست جي اچي ڪاري جا مالڪ بنجي ويٺا هئا، تن کي ڪڍي ڇڏيائين. الڳ الڳ ڪاتا کوليائين. مير صاحب جي شخصي ڪاروبار لاءِ جدا شاهي ڪئمپ جو عملو مقرر ڪيائين. (2) هڪ سؤ کان وڌيڪ اسڪول قائم ڪيائين. (3) هنري اسڪول ۽ ديني مدرسا قائم ڪيائين. (4) ڍل تـوڙي ٻنـئيءَ جـو سرشتو سڌاريائين. (5) واهن مٿان پليون تعمير ڪرايائين. (6) ڪيترييون خوبصورت عمارتون جوڙايائين جن مان فيض محل به هڪ آهي. (7) خيرپور ۾ هڪ شاندار لائبريري قائم ڪيائين. (8) شاگردن لاءِ هاسٽلون تعمير ڪرايائين وغيره.

سندس دور ۾ رياست خيرپور جي روينيو پيداوار سال 1903ع تائين، تيرهن لک ڇهه هزار رپيا ٿي. هن سنڌ مدرسي کي ڇهن هزارن جي گرانٽ کان سواءِ ڏهه هزار رپيا هاسٽل لاءِ مدد طور ڏنا. انگريز سرڪار آغا صاحب کي سندس انتظامي هوشياريءَ، غير معمولي وفاداريءَ ۽ ڪامياب عملدار جي مڃتا طور 1892ع ۾ خانبهادر جو اعزاز ڏنو. اهڙيءَ طرح 1887ع ۾ انگريز سرڪار پاران ڪيس سي. آءِ. اي جو خطاب ڏنو ويو. اهڙي ريت "خانبهادر قادر داد خان پهرين جون 1930ع تي خيرپور ۾ وفات ڪئي. شڪارپور ۾ دفن ٿيل آهي.

**پناڻ، محمد اسماعيل:** آغا محمد اسماعيل ولد عبدالله خان پناڻ، 15 اپريل 1936ع تي جيڪب آباد ۾ ڄائو. هي ماهر تعليم ۽ سٺو اديب آهي. هن 1964ع ۾ ايم. ايس. سي ڪئي ۽ ڊگري ڪاليج جيڪب آباد ۾ ليڪچرار مقرر ٿيو. هن گمنام رهي سنڌي ادب تي ڪم ڪيو. 1990ع کانپوءِ ادبي لڏي سان تعلق ۾ آيو. 1996ع ۾ سندس هڪ ڪتاب "سنڌوءَ جو عقيدو" جيڪب آباد جي سنڌي ادبي سنگت طرفان شايع ڪيو ويو. اهڙيءَ طرح جيڪب آباد هسٽاريڪل سوسائٽيءَ پاران سندس ترجمو ڪيل هيو ڪتاب Jacob's Town Jacobabad شايع ڪرايو ويو. جنهن جو مرتب ڊاڪٽر پروفيسر غلام نبي سڌايو آهي. هي ڪتاب جيڪب آباد جي تاريخ، ادب، صحافت، ثقافت ۽ ٻين موضوعن تي هتان جي محققن طرفان لکيل مقالن تي مبني تحقيقي ڪتاب آهي. سندس هڪ ڪتاب جيڪب آباد جي تاريخ "دشت بيدار" پڻ ڇپيل آهي.

**پناڻ، محمد اڪرم:** سنڌ جو ناميارو سرائڪي ۽ سنڌي ٻوليءَ جو شاعر. محمد اڪرم خان ولد آدم خان پناڻ جو جنم 1841ع ڌاري شڪارپور ۾ ٿيو سندس وڏا اصل قنڌار جا هئا. جيڪي 1830 ڌاري شڪارپور ۾ لڏي اچي ويا. پاڻ غربت جي ڪري مختصر تعليم حاصل ڪري پوليس کاتي ۾ داخل ٿيو. جتان 1896ع ۾ رٽائر ڪيائين. هو هڪ ايماندار ۽ سادي طبيعت جو ماڻهو هو. پاڻ راڻي پور جي بزرگ پير غلام محي الدين شاهه جو مريد هو ۽ شڪارپور جي بزرگن ۽ اوليائن جو پانڌيڙو هو. موسيقي جو وڏو ماهر هو ۽ ڳائيندو به ڏاڍي مٺي ۽ پرسوز آواز ۾ هو. سندس ڪلام ۾ رواني ۽ رنگيني موجود هئي. هو رڳو سنڌي ۽ سرائڪي ٻوليءَ ۾ شعر چوندو ۽ ڳائيندو هو. سندس ڪلام ۾ تصوف جون رمزون ۽ نڪتا نروار ٿيل آهن. پاڻ 1905ع ۾ وفات ڪري ويو.

**پناڻ، محمد علي**: ليکڪ ۽ شاعر محمد علي پناڻ ولد حبيب الله پناڻ، 3 فيبروري 1962ع تي لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو. هن پرائمري تعليم غوثپور پرائمري اسڪول لاڙڪاڻي ۾ ورتي ۽ ميٽرڪ گورنمينٽ پائيلٽ سيڪنڊري اسڪول لاڙڪاڻي مان ڪئي. هن ايم. اي سنڌي سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪئي ۽ هن وقت گورنمينٽ ڊگري ڪاليج ۾ ليڪچرار ۽ سنڌي شعبي جو سربراهه آهي. هن ادبي زندگيءَ جو آغاز 1974ع کان ڪيو. شاعري ۽ 50 کن ڪهاڻين کان سواءِ ناول "وات وڃائي



جن" ۽ "ڪاهيءَ جي وچ ۾ "لکيا آهن. پر اجا اشاعت هيٺ نه آيا آهن. هن جي ڪهاڻين جا ٻه مجموعا "ميندي لهڻ کان اڳ ۾" ۽ "تيلي ٻاري وقت ڏسان ٿو" ڇپائي هيٺ آهن. هن جو هڪ ڪوتا ناول "مسافتون ياد جون" ماهوار سوجهري ۾ قسطوار ڇپيل آهي. هن 1990ع ۾ ڪان روزاني عوامي آواز ۾ "پسي بازاريون" عنوان سان شروع ڪيون. ۽ ساڳئي نالي سان هن روزاني هلال پاڪستان ۽ روزاني عبرت ۾ به لکيا. جڏهن ته ڪاوش جي قيام کان وٺ وقت به وقت ان ۾ ڪالم لکندو رهيو آهي. هن ڪيترا ڊراما لکيا آهن. جن ۾: "اڇي رات ڪارو چنڊ" ۽ "انصاف" ڊراما سيريز کان سواءِ 20 کن سولو پلي مختلف چئنلن تان ٽيليڪاسٽ ٿيا آهن. جن ۾ هڪ ڊرامو "وهڪرو" نالي سان ڊائيلاگن کان سواءِ به شامل آهي. محمد علي پناڻ جي شاعريءَ جو پهريون ڪتاب "اکيون آلا چنڊ" 1988ع ۾ ڇپيو "عاشورا آهن" (1995ع)، "اگهيا اوجاڳا" (2000ع)، "پگهر آرس اکين" (2001ع) ۾ ڇپيا. محمد علي پناڻ مختلف رسالن جو ايڊيٽر به رهيو آهي، جن ۾ "ذات" پبليڪيشن (1978ع)، "مرڪ" پبليڪيشن (1984ع)، "نئين دنيا" پبليڪيشن (1979ع) ۽ ماهوار "ڪونج" (1995ع) آهن. پاڻ هن وقت لاڙڪاڻي ۾ دڙي محلي ۾ رهي ٿو.

**پناڻ، ممتاز حسين، ڊاڪٽر**: پروفيسر ڊاڪٽر ممتاز حسين پناڻ جو جنم 1927ع ۾ حيدرآباد ۾ ٿيو. هن جا وڏا افغانستان جي شهر قنڌار جا رهاڪو هئا، جتي سندس والد عبدالرحمان جو جنم 1901ع ۾ ٿيو. هن جو واسطو سدوزئي قبيلي سان هو. جيڪي اڄ به افغانستان ۾ رهن ٿا.



ڊاڪٽر ممتاز پناڻ ننڍپڻ ۾ ئي يتيم ٿي ويو پر هو همت ۽ حوصلو رکندڙ هو. هن مختلف قسمن جي نوڪرين ڪرڻ سان گڏ پنهنجي تعليم کي جاري رکيو ۽ هميشه سٺن نمبرن ۾ امتحان پاس ڪندو رهيو. 1944ع ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ مان مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيائين. سال 1951ع ۾ بيچلر آف آرٽس (B.A) ۽ 1953ع ۾ قانون جي ڊگري (L.L.B) حاصل ڪيائين. سال 1954ع ۾ هن اسلامي تاريخ ۾ ماسٽرس جي ڊگري سنڌ يونيورسٽي مان حاصل ڪئي، جنهن ۾ هن سڄي يونيورسٽيءَ ۾ ٻي پوزيشن حاصل ڪئي. ان ريت هن 1962ع ۾ ڊاڪٽريٽ جي ڊگري حاصل ڪيائين. سندس هن جي انگريزي مقالي جو عنوان "المنصوره واري عرب حڪومت" (Arab Kingdom of Al-mansurah) هو جيڪو سنڌالاجي پاران 1974ع ۾ ڪتابي شڪل ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. هن شروعات ۾ سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن مان مختيارڪاريءَ جو امتحان پاس ڪري سنڌ حڪومت جي روينيو شعبي ۾ ڪم ڪيو. سال 1954ع ۾ علامه آءِ آءِ قاضي ۽ پروفيسر ڊاڪٽر عبدالواحد هاليپوٽي جي صلاح سان سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ليڪچرار مقرر ٿيو جتي هُن پڙهائڻ سان گڏ تحقيقي مقالا لکڻ جو ڪم به جاري رکيو. اتي ترقي ڪندي سنڌ يونيورسٽيءَ جي "اسلامي تاريخ واري شعبي" جي چيئرمئن واري عهدي تي پهتو. 1963ع ڌاري يونيورسٽيءَ جي نوڪري ڇڏي ڪجهه عرصو اسلاميه ڪاليج ڪراچيءَ ۾ تاريخ جو پروفيسر ٿي رهيو. ذوالفقار علي ڀٽي جي دور ۾ پروفيسر غلام مصطفيٰ شاهه، وائيس چانسلر، سنڌ يونيورسٽي ڪيس تحقيق جي مقصد لاءِ "انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي" ۾ مناسب عهدو ڏنو پر هن انهيءَ نوڪري کي به ڪجهه وقت کان پوءِ ڇڏي ڏنو ۽ وڪالت جي شعبي سان لاڳاپجي ويو. سنڌ جي تاريخ تي گهڻي دسترس رکندڙ هن عالم 14 سيپٽمبر 1993ع تي حيدرآباد ۾ وفات ڪئي. ڪيس حيدرآباد جي 'شاهه مکي' قبرستان لڳ ڪچي قلعي ۾ دفن ڪيو ويو. هن سنڌي ادبي بورڊ جي "تاريخ اسڪيم" هيٺ ڪافي ڪتاب لکيا. جن مان رڳو "تاريخ سنڌ، عرب دور" ڪتاب انگريزي ۽ سنڌيءَ ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. جڏهن ته هن جا ڪتاب "تاريخ سنڌ - سومرا دور" (History of Sindh-Soomra Period) ۽ "تاريخ سنڌ - ٽالپر دور" (History of Sindh-Talpur Period) مسودن جي شڪل ۾ ٽيهارو سالن کان ادبي بورڊ وٽ ڇپائيءَ جي انتظار ۾ موجود آهن. هن مشهور انگريزي ڪتاب Dry Leaves from Young Egypt جو ترجمو "نئين مصر جا پراڻا ورق" عنوان سان محمد حنيف صديقيءَ سان گڏجي ڪيو. ان کان سوا سندس لکيل سوين تحقيقي مقالا مهراڻ، نئين زندگي ۽ ٻين رسالن ۾ ڇپيل موجود آهن.

**پناڻ، مولانا فقير محمد**: پناڻ مولانا فقير محمد ولد صاحب ڏنو ولد بادل خان پناڻ، تعلقي ڪشمور (جيڪب آباد) جي ڳوٺ "حاجي خان ڊومڪيءَ" ۾، 3 جون 1909ع تي ڄائو. سندس وڏا اصل ۾ پشاور جا رهاڪو هئا، جتان ميرن جي دؤر ۾ لڏي اچي سنڌ ۾ رهيا. مولانا فقير محمد ابتدائي تعليم کان پوءِ ٽيڙهيءَ جي مدرسي ۾ علامه قاضي حبيب الله ميمڻ، علامه محمد سنڌي ۽ علامه قطب الدين انڙ وٽان تعليم ورتي. آخر ۾ مولانا عبيدالله سنڌي، مولانا حمادالله هاليجوي، مولانا محمد صالح بائيجوي، ۽ مولانا محمد صادق کڏي واري، جهڙن جيد عالمن ۽ بزرگن هٿان دستارِ فضيلت ٻڌايائين. فتويٰ، منطق ۽ فلسفي جي ڄاڻ مولانا عبدالخالق کان ورتائين. وڌيڪ ديني سکيا لاءِ "دارالعلوم ديوبند" مان مولانا حسين احمد مدنيءَ وٽان حديث جو علم حاصل ڪيائين.

مولانا صاحب، حب الوطنيءَ جي جذبي سان سرشار هو. ڪجهه وقت لاءِ ڊويزنل ڪائونسل جو ميمبر به چونڊيو. سندس شاگردن جو حلقو ڪافي وسيع هو. سلطان باهو رح جي درگاهه جو عقيدتمند هو ۽ پرچونڊي جي بزرگ حافظ محمد صديق جي خليفي مولانا غلام محمد جو دست بيعت هو. هن 17 جنوري 1980ع تي جمعي جي رات طويل بيماريءَ ڪانپوءِ وفات ڪئي.

**پناڻ، مولوي عبدالعزيز:** مولوي عبدالعزيز ولد مولانا فقير محمد پناڻ، پهرين آگسٽ 1951ع تي ڪنڌ ڪوٽ ۾ ڄائو. هن پنهنجي والد ۽ استاد مظهرالدين انڙ کان تعليم حاصل ڪئي. قرات جو علم قاري عبدالقادر لغاري ۽ قاري محمد علي مدنيءَ کان سکيو. سرڪاري اسڪول ۾ صرف پنج درجا پڙهيو، باوجود اُن جي هڪ بهترين اديب جي حيثيت سان ٽي ڪتاب: (1) تحفته الحجاج، (2) توحيد (3) امام حسين جا فضائل لکي شايع ڪرايائين. 7 حج ڪيائين. هن وقت مسجد نوراني ڪنڌڪوٽ جو پيش امام ۽ مدرسه احياء العلوم حماديه ڪنڌڪوٽ جو صدر آهي.

**پناڻ مهر:** ضلعي سکر جي تعلقي ميرپورماٿيلي ۾ هڪ ديهه جو نالو، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ولو ڳڏاٽي (مالودڙي)، فاضل مهر، شيرو ملاٽو ۽ پناڻ مهر.

**پناڻ، نثار احمد:** ليکڪ نثار احمد پناڻ آڪٽوبر 1958ع تي ڳوٺ ڇڄڙا (ضلعي شهدادڪوٽ قنبر) ۾ ڄائو. زراعت ۾ ايم. ايس. سي (1983ع) آهي. سکر ۾ ايگرو ڪيميڪل لميٽيڊ ۾ ريجنل مئنيجر رهيو آهي. هي هڪ سنو نثر نويس آهي. سندس ڪتاب 'خيال اڏارون' (چونڊ اقوال زرين: 2006ع) ڇپيل آهي. هو هن وقت سکر ۾ رهي ٿو.

**پناڻ واهه:** ضلعي ۽ تعلقي جيڪب آباد ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

محمد هاشم پنهيار، دودو خان لاشاري، غوث پور، پنگر، ميوو خان ڪوسو، محمد رحيم ڪوسو ۽ نصراللهٰ خان ڪوسو.

**پناٽيا:** راجپوتن جو هڪ ڳوٺ، گورداسپور ۾ "پناڻ ڪوٽ" راجپوت ذات سان ٿي منسوب آهي، جيڪو نورپور جي حاڪم ٻڌرايو هو. پناٽيا، راجپوت نسل جي هڪ ذات آهي، جيڪي ڪنوچ به سڏائين.

**پناٽي خان:** سرائڪي خطي جو عالمي شهرت رکندڙ فنڪار پناٽي خان، 1926ع ۾ ڪوٽ اَدُو، ضلعي مظفرگڙهه ۾ ڄائو. پنهنجي سُريلي آواز سبب ملڪ جو نامور فنڪار شمار ڪيو ويو. هن وڏن ڪلاسيڪل استادن، خاص ڪري اُستاد علي محمد خان کان سکيا ورتي. پناٽي خان، خواجه فريد الدين گنج شڪر، شاه حسين، بابا بلهي شاهه، سلطان باهو، خواجه غلام فريد ۽ ٻين صوفي شاعرن جا ڪلام ڳائي، پنهنجو هڪ منفرد مقام حاصل ڪيو. سرائڪي ڪافي ڳائڻ ۾ کيس ڪمال حاصل رهيو. خواجه غلام فريد جون ڪافيون سندس خاص سڃاڻپ هيون، خاص ڪري سندس ڳايل عارفانه ڪلام



"ميڏا عشق وي تون، ميڏا يار وي تون" ٻڌندڙن تي عجيب ڪيفيت ۽ سحر طاري ڪري ڇڏيندو آهي. پناٽو خان صوفياڻي ڪلام ڳائڻ سبب "بادشاهه ڳائڻو" سڏيو ويو هو نه رڳو سرائيڪي زبان جو فنڪار هو پر هر اهلِ دل جي روح جو آواز هو. سندس خواجه غلام فريد جون ڳايل ڪافيون، هر ٻولي ڳالهائيندڙ جي دل ۾ پيهي ويندڙيون هيون. هڪ وڏي عرصي (26 سالن) تائين ريڊيو ۽ پاڪستان ٽيليويزن سان لاڳاپيل رهيو. ريڊيو ملتان تي موسيقيءَ جا پروگرام پناٽي خان کان سواءِ اڻپورا ۽ ٻُسا محسوس ٿيندا هئا. سنڌ ۾ به سندس مقبوليت حد کان وڌيڪ هئي. سائين جي.ايم.سيد کان وٺي رسول بخش پليجي ۽ عبدالواحد آريسر تائين کيس دل سان ٻڌندا هئا. عوام ۾ به سندس ساڳي مقبوليت هئي. ڪيئي ڀيرا پرڏيهه به ويو. خاص ڪري فرانس ۾ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪيائين. سندس ڳايل مشهور ڪافين ۾ "ميڏا عشق وي تون" کان سواءِ "ميڏا رانجهڻ هڻ ڪوئي هور، سائين اوا!"، "مين وي چاٽان جهوڪ رانجهڻ دي، نال ميري ڪوئي چلي"، "مائي ني مين ڪينون آکان، درد وڇوڙي دا حال"، آ چڻون رل يار، پيلهون پڪيان ني وي!"، "فريدا! تون نئين لٽيا، لُٽيا سارا جڳ" وغيره مقبوليت ماڻي چڪيون آهن.

هن عظيم فنڪار کي ڪيترا اوارڊ مليا، جن ۾ صدارتي اوارڊ پرائيڊ آف پرفارمنس به شامل هو. هي هڪ سادو انسان هو. زندگي ساديءَ ۽ غربت ۾ گذاريائين، پر کيس پنهنجي سادگي توڙي غربت تي فخر رهيو. هي موسيقيءَ جو ستارو فنڪار آخر تائين خوددار رهيو.

هن نامياري فنڪار 9 مارچ 2000ع ۾ وفات ڪئي. وفات کان صرف ٻه ڏينهن اڳ لاهور ۾ ٿيل "ورلڊ صوفي ميوزڪ فيسٽيول" ۾ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪري داد حاصل ڪيائين. کيس پنهنجي اباڻي ڳوٺ ڪوٽ ادوءَ ۾ دفن ڪيو ويو.

**پُنا يا مشڪون** (Muscles): انساني جسم اٽڪل 206 هڏين ۽ 500 مشڪن سان پوري طرح ڍڪيل آهي. انهن مشڪن جي ذريعي ئي بدن جي شڪل ۽ ان جي حرڪت يا چرپر وجود ۾ اچي ٿي. جتي به ڪا اهڙي هڏي هجي، جيڪا چرپر ڪري سگهندي هجي، ته ان لاءِ ايئن سمجهڻ کپي ته ان هڏيءَ کي حرڪت ۾ آڻڻ لاءِ ڪا نه ڪا مشڪ ضرور موجود آهي. انساني ڍانچو هڪ مشين مثل آهي، جنهن ۾ مشڪون تارن، ڏورين ۽ پٽن جي حيثيت رکن ٿيون، جن کان سواءِ مشين جو هلڻ ناممڪن آهي. مشڪون ڏورين وارين تندن جي ميڙ




مان ٺهيل ٿين ٿيون، جيڪي جڻ ته ڌاڳي جي ڳنڍڙين يا جهڳٽن وانگر هونديون آهن. جسم جي سيني مشڪن جي نقل ۽ حرڪت، دماغ جي اثر هيٺ ۽ تابع هوندي آهي. سڀ مشڪون هڪٻئي سان اهڙو گهاٽو لاڳاپو رکن ٿيون، جو هڪ جي سوس ٻين مشڪن جي سوس جو باعث بڻجيو وڃي، هر مشڪ جي جسم جي ان حصي ۾ ئي هڪ ٻي مخالف مشڪ هوندي آهي، ٻانهن يا ٽنگن جي جوڙن کي موڙڻ وارين مشڪن جي مقابلي ۾ ٻيون مشڪون به ٿين ٿيون، جيڪي جوڙ کي سڌي ڪرڻ ۾ مدد ڏين ٿيون. اهڙيءَ طرح هر ان مشڪ جي لاءِ جيڪا جسم جي ڪنهن به حصي کي مٿي ڪري ٿي، هڪ ٻي مشڪ ٿئي ٿي، جيڪا ساڳئي عضوي يا حصي کي هيٺ ڪري ٿي. چرپر جي عمل دوران هنن مشڪن کي پنهنجي صورت بدلائڻي پوندي آهي. گهڻو ڪري هڪ يا هڪ کان وڌيڪ مشڪون ساڳيو ڪم ڪن ٿيون، انهيءَ ڪري هر مشڪن جي سيٽ جو هڪ خاص ڪم ٿئي ٿو. گول، ڦٽل، ڊگهين، نرم ۽ تراشيل مشڪن جي ورٽي ۾ جسم

کي ڍڪڻ جو ڪم مليل آهي. اهڙيءَ طرح ڪيئي مشڪون اهڙيون به ٿين، جيڪي وٽ يا وڪڙ کائي ہٽيون ٿيو وڃن ۽ ڪي مشڪون هڏن جي ڇڻن پاسن کي ڇهنيل ٿين ٿيون ۽ ڪي انهن ئي جي مٿان گذرن ٿيون ته ڪي وري، هڏن ۽ مشڪن جي وچ ۾ پکڙيل ٿين ٿيون. ايتري پيچيدگيءَ جي باوجود اسان جو جسم هڪ باقاعدي نظام هيٺ ڪم ڪري ٿو. مشڪون گڏجي هڪ خاص ڪم ڪنديون آهن، انهيءَ ڪري انهن تي نالا به سندن ڪم مطابق رکيا ويا آهن. هيٺ مشڪن جا خاص قسم ڏجن ٿا:

**(1) موڙيندڙ مشڪون** (Flexor Muscles): هي مشڪون ٻانهن ۽ ٽنگن ۾ گهٽي قدر ٿين ٿيون، انهن جو ڪم جسم جي هڪ حصي کي ٻئي حصي سان موڙي ملائڻ آهي.

**(2) پکيڙيندڙ مشڪون** (Extensor Muscles): هنن مشڪن جو ڪم بدن جي حصن کي ڦهلائڻ يا پکيڙڻ ۽ هڪٻئي کان جدا ڪرڻ آهي. هي به گهڻو ڪري ٻانهن ۽ ٽنگن ۾ هونديون آهن.

**(3) ويجهو آڻڻ واريون مشڪون** (Addictor Muscles ): هي مشڪون به ٽنگن ۽ ٻانهن ۾ ٿين ۽ انهن کي بدن طرف آڻڻ جو ڪم ڪن ٿيون.

**(4) پري ڪرڻ واريون مشڪون** (Abolucter Muscles): هنن جو ڪم ٽنگن ۽ ٻانهن کي بدن کان پري ڪرڻ آهي، جنهنڪري هي به ٽنگن ۽ ٻانهن ۾ ٿين ٿيون.

**(5) ڦيرائيندڙ مشڪون** (Rotater Muscles): هي مشڪون ڳچيءَ، آڱوٺي، ٻانهن ۽ ٽنگن وغيره ۾ موجود ٿين ٿيون ۽ ڪين هڪ کان ٻئي طرف ڦيرائڻ ۾ مدد ڪن ٿيون. هيٺ ڪجهه خاص ۽ اهم تابعدار مشڪن جو بيان ڪجي ٿو:

**(i). منهن ۽ مٿي جون مشڪون:** منهن جون مشڪون نهايت ديانتدار هونديون آهن. جڏهن اسين ڪنهن به تاثر کي لڪائڻ چاهيندا آهيون ته هي منهن جون مشڪون اسان جو سڄو راز ظاهر ڪري رکنديون آهن. جيئن جيئن اسان جي عمر وڌندي ويندي آهي، تيئن تيئن هنن مشڪن تي اسان جو ضابطو گهٽبو رهندو آهي، جاڪاڻ ته جڏهن اسين اوچنگارون ڏئي روئيندا آهيون، تڏهن زور ڏئي کلڻ مشڪل هوندو آهي. هي منهن جون ننڍيون، نرم ۽ سنهيون مشڪون هونديون آهن، جيڪي سڄي چهري تي پکڙيل هونديون آهن.

(ii) **ڪياڙيءَ ۽ پيشانيءَ واري مشڪ** (Occipito Frontalis Muscle): هيءَ مشڪ پيشانيءَ واري هڏي مان نڪري، نراڙ واري چمڙي ۾ ختم ٿئي ٿي. هن جو ڪم پيشاني ۽ پرون جي چمڙيءَ کي چورڻ پورڻ آهي.

(iii) **اک واري مشڪ** (Orbicularis Oculi Muscle): هيءَ مشڪ پيشاني ۽ مٿي واري هڏن مان نڪري ڇپرن جي چمڙيءَ ۾ ختم ٿئي ٿي ۽ اک کي کولڻ ۽ بند ڪرڻ ۾ مدد ڪري ٿي.

(iv) **چوسڻ واري مشڪ** (Buccinator Muscle): هيءَ مشڪ، مٿئين جاڙي ۽ هيٺئين جاڙيءَ وارن هڏن مان نڪري، هڪ ئي مشڪ ٺاهي ٿي. جنهن کي وات واري مشڪ (Orbicularis Oris Muscle) چئبو آهي. چوسڻ واري مشڪ جو ڪم چوسڻ ۽ چٻاڙڻ ۽ وات واري مشڪ جو ڪم وات کي کولڻ ۽ بند ڪرڻ آهي.

(v) **چٻاڙڻ واري مشڪ** (Masseter Muscle): هي مشڪون هيٺئين قابل حرڪت جاڙيءَ کي مٿين ناقابل حرڪت هڏن سان ڳنڍين ٿيون ۽ اها طاقت پيدا ڪن ٿيون، جنهن سان چٻاڙڻ جو ڪم ورتو وڃي.

**(2) ڳچيءَ واريون مشڪون** (Muscles of Neck):

(i) **ڳچيءَ واريون مشڪون** (Sterno Mastoid Muscle): سڄي بدن جي مشڪن جو چوٿون حصو مشڪون، انسان جي چهري ۽ ڳچيءَ ۾ ٿين ٿيون. ڳچيءَ واري مشڪ ڪوپڙيءَ جي ٻاڙ ۽ ڪن جي پٺيان نڪري ٿي. هيءَ رهڙ جي نليءَ وانگر ٿئي ٿي، جيڪا وچ ۾ ٿورو سڄيل يا اپريل هوندي آهي. هي ٻئي مشڪون ڳچيءَ جي ٻنهي طرفن ٿين، ڇاتي واري هڏي ۽ هسلي واري هڏي تائين ختم ٿين ٿيون.

(ii) **ٽرپيزيس مشڪ** (Trapazius Muscle ): هيءَ مشڪ ڪياڙيءَ واري هڏي ۽ پٺيءَ وارن ريڙهه جي هڏن مان نڪري، هسلي ۽ ڪلهي واري ڦٽيءَ ۾ ختم ٿئي ٿي. هيءَ ڳچيءَ ۽ ڪلهي کي پوئتي ۽ ٻانهن کي مٿي ڪرڻ جو ڪم ڏئي ٿي.

**(3) ڇاتيءَ واريون مشڪون** (Muscles of Thorax):

(i) سيني واري مشڪ (Pectoralis Major Muscle): هي مشڪ گهڻين ئي مشڪائين پٽين تي مشتمل ٿئي ٿي. هي مشڪ هسلي جي هڏي مان نڪري، هيٺئين طرف ڦهلجي وڃي ٿي ۽ سيني جي هڏي جي پاسي ۾ ٻاهر جي طرف پاسرين جي ستينءَ هڏيءَ مٿان وڃي ختم ٿئي ٿي. هنن مشڪائين پٽين جا ٻاهريان ڇيڙا، مٿئين پاسي وٽ ڪائي، ٻانهن جي هڏي جي مٿئين پاسي سان ڇهنيل ٿين ٿا. اهوئي سبب آهي، جو هنن جو ڪم ٻانهن کي اندر آڻڻ آهي. جڏهن ٻانهن کي مٿي ڪڍجي ٿو تڏهن هنن مشڪائين پٽين جو وٽ يا وڪڙ کلي پوي ٿو

(ii) پاسرين واريون مشڪون (Intercostal Muscles ): ہن انجڻ وانگر مسلسل ڪم ڪندڙ پاسرائين واريون مشڪون پاسرائين جي پڃري کي مٿي ۽ هيٺ ڪيرائين ٿيون ته جيئن اسين ساهه کڻي سگهون. انهن کي "پاسرائين جو درمياني مشڪون" چئجي ٿو

**(4) پيٽ واريون مشڪون** (Abdominus Muscles):

(i) **هي مشڪون تعداد ۾ ڪل اٺ آهن**، جي هڪٻئي جي هيٺان مٿان، سامهون ۽ آسي پاسي رکيل آهن، هي پيٽ جي اندرين عضون خاص طور هاضمي وارن عضون جي حفاظت ڪن ٿيون ۽ اڳتي، پوئتي ۽ جهڪڻ ۾ مدد ڪن ٿيون. هنن مشڪن جي درست هجڻ ڪري ئي اسين تازا، توانا ۽ چست و چوبند رهندا آهيون.

(ii) **ليٽيسمس ڊارسي مشڪ** (Latissmus Dorsi Muscle): هيءَ مشڪ ڪلهي واري ڦٽيءَ جي مٿئين حصي، پٺيءَ ۽ چيلهه جي ريڙهه هڏي مان نڪري، ڏوري واري هڏي ۾ ختم ٿئي ٿي ۽ ٻانهن کي پٺيان ۽ مٿي ڪرڻ ۾ مدد ڏئي ٿي.

**(5) ٻانهن جون مشڪون** (Muscles of Arms): **ڪلهي واري مشڪ** (Deltoid Muscle): ٻانهن کي مٿي کڻڻ لاءِ نهايت ئي اثر وارو زور استعمال ڪرڻو پوي ٿو اها مشڪ جيڪا ڏکيو ڪم ڪري ٿي، سا ڪلهي تي اپريل نظر ايندي آهي. هن ئي مشڪ کي جسم ۾ وڌ ۾ وڌ ڪم ڪرڻو پوي ٿو هن کي ڪلهي واري مشڪ ڪري چئبو آهي.

**(6) موڙيندڙ مشڪون** (Flexor Muscles): هي مشڪون ڪل ست آهن. هي ٻڪ منجهه سامهون رکيل آهن. جن مان چار مٿان ۽ ٽي هيٺان رکيل آهن. مٿيون رکيل مشڪون ڏوري واري هڏي جي هيٺئين حصي ۾ ٻڪ جي اندرئين پاسي واري هڏي (Ulna) جي مٿئين حصي کان نڪري، ترڙيءَ وارن هڏن (Metacarpal Bones) ۾ ختم ٿين ٿيون. هي مشڪون ڪرائيءَ کي اندرين پاسي موڙين ٿيون.

**(7) پکڙيندڙ مشڪون** (Extensor Muscles): هي تعداد ۾ يارهن آهن. هي ٻڪ ۾ پٺئين پاسي ٿين ٿيون. انهن مان ڇهه مٿان ۽ پنج هيٺان ٿين ٿيون. مٿيون مشڪون ڏوريءَ جي هڏي جي هيٺئين حصي کان نڪري، ترڙيءَ وارن هڏن ۾ ختم ٿين ٿيون. هنن جو ڪم ڪرائيءَ کي پوئين پاسي موڙڻ آهي.

**(8) ٽنگن جون مشڪون** (Muscles of Leg):

**(i) اليوسواس مشڪ** (Illio Psoas Muscle): هي مشڪ ٻن مشڪن جي ملڻ سان ٺهي ٿي ۽ چيلهه جي ريڙهه هڏين مان نڪري، سٿر واري هڏي ۾ ختم ٿئي ٿي. هن جو ڪم سٿر کي پيٽ طرف آڻڻ آهي.

**(ii) ڪارڊيسپيس مشڪ** (Quardiceps Muscle): هي چار مشڪون سٿر ۾ سامهون واري پاسي ٿين ٿيون. هي سٿر واري هڏي کان نڪري، نري جي هڏي ۾ ختم ٿين ٿيون ۽ گوڏي کي سڌو رکن ٿيون.

**(iii) سارتوريس مشڪ** (Sartorious Muscle): هي مشڪ بدن ۾ سڀ کان وڏي آهي، جا ڍاڪ واري هڏي جي هڪ حصي کان نڪري، نري واري هڏي ۾ ختم ٿئي ٿي. هي سٿر کي موڙڻ ۽ ٽنگ کي ٻاهر ڪڍڻ ۾ مدد ڏئي ٿي.

**(iv) نزديڪ آڻيندڙ مشڪون** (Adductor Muscles): هي ٽي مشڪون آهن، جيڪي ڍاڪ واري هڏي جي Ischium ۽ Rubic حصي کان نڪري، سٿر جي هڏي وٽ ختم ٿين ٿيون. هي ٽنگ کي اندرئين پاسي آڻڻ ۾ مدد ڪن ٿيون.

**(v) سٿر جي پوپان واريون مشڪون** (Hamstring Muscles): هي مشڪون سٿر ۾ پويان هونديون آهن ۽ ڪل ٽي آهن. سٿر جي هڏي ۽ ڍاڪ جي هڏي جي Ischium حصي مان نڪري، نري ۽ پنيءَ وارن هڏن ۾ ختم ٿين ٿيون. هي گوڏي کي موڙڻ جو ڪم ڪن ٿيون.

**(vi) چِتڙ واريون مشڪون** (Gluteus Muscles): هي ٽي مشڪون آهي ۽ پويان چِتڙ ٺاهين ٿيون. هي سٿر کي پوئتي ۽ ٻاهرئين پاسي ڪرڻ ۾ مدد ڪن

**(vii) موڙيندڙ مشڪون** (Flexor Muscles): هي ڪل ست آهن ۽ ٽنگ ۾ پوئين پاسي ٿين ٿيون. ٽي مٿيون، جيڪي سٿر واري هڏي ۽ پنيءَ واري هڏي کان نڪري، مريي جي هڏي (Trasal) ۾ ختم ٿين ٿيون. چار هيٺيون مشڪون، جي نري ۽ پني وارن هڏن مان نڪري، پير جي تري وارن هڏن (Metatarsal) ۾ آگرين وارن هڏن ۾ ختم ٿين ٿيون. هي پير جي آگرين ۽ مريي واري سَنڌن کي هيٺ موڙين ٿيون.

**پڻن واهه:** تعلقي جيڪب آباد جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

محمد هاشم پنهيار، دودو خان لاشاري، غوثپور، پنگر، ميوو خان کوسو، محمد رحيم کوسو ۽ نصرالله خان کوسو

**پڻٽي ڳوٺ:** تعلقي روهڙي جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پڻٽي ڳوٺ، گلڻ، ميوڻ نوناري، محمد مهاڻو لهري فقير، شيخ ڪبڙ، سائين رکيو شيخ، نبي بخش گوپانگ، نورل جي مياڻي، سئي گيس اسٽيشن ڳوٺ ۽ ڦاٽڪ وارا ڊومبڪي.

**پُٺيءَ جو ڪنڊو** (Spinal Column): پُٺيءَ جو ڪنڊو يا ڪرنگهي جو هڏو انساني جسم ۾ سڀ کان وڏو ۽ مضبوط عضوو آهي، جنهن تي جسم جي ٻين هڏين ۽ پڃري جو دارومدار آهي. جوان ماڻهوءَ جي پٺيءَ جي ڪنڊي جي ڊيگهه 27 انچ کن هوندي آهي، ۽ اهو سلسلو 33 هڏين (Cartilagenceous discs) تي مشتمل هوندو آهي. جن ۾ 7 ڳچيءَ کي، 12 سيني کي، 5 چيلهه (Lumber Region) کي، 5 پنبڙن (Sacrum) کي، 9 هڏي جي پڇاڙيءَ واري حصي (Fused) کي سهارو ڏين ٿيون. ان مان سڌي ڏوري نڪرندي آهي، جيڪڏهن ننڍي هوندي ٻار کي غلط طريقي سان هلڻ ڦرڻ ۽ ويهڻ ڏنو ويندو ته سندس پٺيءَ جي هڏيءَ ۾ خرابي پيدا ٿيندي، جنهنڪري هن جو هلڻ چلڻ ڦري سگهي ٿو. انڪري ٻارن جي تربيت ۾ کين سڌي ويهڻ جي هدايت ڪرڻ ضروري آهي.

**پُٺيءَ ڪاٺائين زنجير** (Back Chain): ٻه ڦيٿائين يا چو ڦيٿائين گهوڙي گاڏيءَ جي اُٻين ڪاٺين مٿان ٻڌل زنجير جيڪا ڇڪيندڙ گهوڙي (Drought Horse) جي پٺيءَ تان ڦري گاڏيءَ جي ٻانهين يا سَرائين سان ٻڌل هجي. اُن کي پٺيءَ ڪاٺائون وڏو (Ridger) به چوندا آهن.

**پِپُر/ پپل** (Peepal): پِپُر يا پِپلُ جو وڻ نه رڳو سنڌ جو مشهور ۽ قديم وڻ آهي، پر هندو ميٿالاجيءَ ۾ هن وڻ جي وڏي اهميت آهي. هن وڻ کي انگريزيءَ ۾ Sacred Fig، لاطينيءَ ۾ Ficus Religiosa چئجي ٿو چيو ويندو آهي ته مهاتما گوتم ٻڌ کي "نرواڻ" پپر جي وڻ هيٺان حاصل ٿيو هو. پپر جي وڻ جي



چانوَ گهاٽي ۽ گهٽي پکڙيل ٿيندي آهي. پپر جي وڻ جا دنيا ۾ اٽڪل 115 قسم آهن. هن وڻ ۾ قدرت وڏي حڪمت رکي آهي. هن جي پَنن، کير ۽ ميوي مان ڪيتريون دوائون تيار ڪيون وينديون آهن. هيءُ وڻ فولاد، پوٽاشيم ۽ وٽامن اي ۽ بي سان مالا مال آهي. هن وڻ جو ڏنڊڻ ڏندن کي مضبوط بڻائيندو آهي. هندو هن وڻ جي پوترتا مڃيندي هر روز صبح جو غسل ڪرڻ کان پوءِ هن وڻ کي پاڻي ڏيڻ پنهنجو فرض سمجهندا آهن. سنڌ جي ڪيترن ئي ڳوٺن ۽ پراڻن شهرن ۾ اڄ به قدآور پپر جا وڻ نظر ايندا آهن. ٿر ۾ هيءُ وڻ خاص ڪري ڇاڇري، چيلهار ۽ اسلام ڪوٽ وارن علائقن ۾ نظر اچي ٿو هن وڻ جي ڇانوَ گهاٽي ٿئي ٿي، انهن هيٺيان مال توڙي انسان ويهي آرام ڪندا آهن.

هن وڻ کي سنڌ جي لوڪ گيتن ۾ به اهميت مليل آهي. "لوڏو" نالي لوڪ گيت ۾ هڪ مصرع آهي ته:

پپل تنهنجا پن ڙي،
سڀ مڙهايان سون سان ڙي،
لوڏو مان کي آڻي ڏي.

**پپراسر:** ڪيرٿر جي هنج ۾ (تعلقي جوهي) جي پيٽ ۾ پپراسر نالي هڪ خوبصورت پاڻيءَ جو ڪنب آهي. هي سنڌ جو قديم ۽ من موهيندڙ تلاءُ سارو سال پاڻيءَ سان ٽمٽار رهي ٿو. پاڻيءَ جو اهو وهڪرو پپراسر وٽ قدرتي طرح هڪ ماڙ جيتري پٿرن تان بولاٽيون کائي ڪنهن آبشار جيان هيٺ ڪري ٿو. ان ڪنب لاءِ چيو وڃي ٿو ته ورهاڱي کان اڳ هندو مت وارن جو مقدس مقام هو، جتي هارهوئي گيڙو رتا ڪفنيون پاتل پڪشو من جو مير لاهڻ ۾ مصروف ملندا هئا. ورهاڱي بعد به هن پاڻيءَ تي ڪيترائي پرديسي پوڄاري رام کي ريجهائڻ لاءِ اچن ٿا. پپراسر جي جاگرافيائي بيهڪ $26^0$ 37' اتر ڊگهائي ڦاڪ ۽ $67^0$ 14' اوڀر ويڪرائي ڦاڪ تي واقع آهي. ان ڪنب تائين ٿنڌي رحيم ۽ واهي پانڌيءَ کان سولائيءَ سان پهچي سگهجي ٿو. ان جي اولهه ۾ ڪيرٿر جابلو سلسلو پار ڪرڻ سان بلوچستان جي حَب علائقي ۾ پهچي سگهبو.



پپراسر

پپراسر تي نالو پوڻ جو ظاهر سبب به اهو آهي، جو ان ڪنب جي چوڌير ننڍڙا ننڍڙا پپر جا ٻوٽا ڪنهن پڪيءَ جي ڪنيڙين جيان ڪليا بيٺا آهن. انهن پپرن جون پاڙون هيٺ نئن جي پيٽ مان ڦٽڻ بجاءِ نئن تي عمود ٺاهيندڙ پٿريلي ديوار مان منهن ڪڍن ٿيون. ڪجهه غير سمجهه ماڻهن طرفان پپرن جي شاخن کي وقت به وقت ڪهاڙيءَ جي ڏڪ هڻڻ ڪري اهي وڻ ڪو وڏو قدبت ڪري نه سگهيا آهن. پپرن جو اهو جهڳٽو پاڙ کان وٺي چوٽيءَ تائين ماڻهوءَ جي قد جيترو ٿيندو. حالانڪ پپر جو نالو ٻڌي ذهن ۾ اهو تاثر بيهي ٿو ته اتي ڪي وڏا پپر جا وڻ هوندا، پر ان جي برعڪس اتي ننڍا آهن. انهن مان ڪن پپرن جون شاخون جابلو آهن، پٽ مان ول جيان هيٺ لڙڪن ٿيون. بهرحال انهن پپرن جي رونق ڪري ئي ان ڪنب تي "پپراسر" نالو پئجي ويو. پپر معنيٰ پپل ۽ سر معنيٰ پاڻي يا تلاءُ. ان جو مطلب وڃي ٿيو پپر جي وڻن وارو تلاءُ. ڪيرٿر ۾ نه رڳو اهو پپراسر جي نالي سان تلاءُ آهي، پر ان جي ڪجهه مفاصلي تي هڪ ٻيو "پپر ڪنب" پڻ آهي، جتي تاريخي چٽ (Pictograph) پڻ نقش ٿيل آهن.

تلاءَ جي چاڙهيءَ جي ويڪر 100 فوٽ، ڊيگهه 70 فوٽ ٿيندي، ڪنب جو اتر پاسو زميني سطح طرف جهڪيل ۽ ڪليل هئڻ ڪري ان قدرتي حوض ۾ گڏ ٿيل پاڻي وهڪري جي صورت ۾ چيلهه ڪي موڙا ڏيندو اتر طرف تي پنهنجو پنڌ شروع ڪري ٿو. البت ان جو ڏکڻ پاسو جنهن تي ٽاڪرو پٽ ڏنل آهي، ان پٽ جي تلاءَ جي پاڻيءَ جي سطح کان وٺي چوٽيءَ تائين اوچائي 30 فٽ ٿيندي، ان سڌي ۽ عمودي ٽاڪرو چپ مان ئي پپر اسري آيا آهن.

پپراسر نه رڳو هڪ تاريخي ۽ مقدس ماڳ آهي، پر ساڳي ئي وقت هڪ دلڪش تفريح گاهه پڻ آهي. پپراسر جون اولهايون قدرتي ڇپون اهڙي انداز سان رکيل آهن، جو اتي سياح ڪجهه دير سڪون حاصل ڪرڻ سان گڏ تلاءَ جي ٿڌي پاڻيءَ مان راحت حاصل ڪري سگهن ٿا. پپراسر جي گهري اونهائيءَ ۾ ڪي ماهر تارو ئي تري ويندا.

ڪيرٿر جي ڪيترن ئي ڪنبن ڪان هن تلاءَ جو پاڻي ڪافي شفاف ۽ صحت بخش آهي. ماڻهو توڙي جانور ڪوهن جا ڪوهه پر پيچ پيچرا ۽ پهڻ لتاڙي هتي اچي اڃ اجهائن ٿا. نه رڳو ايترو، پر هن ڪنب مان نڪرندڙ پاڻي سوين ماڻهن جو روزگار ۽ پيٽ قوت جو وسيلو به آهي.

پپراسر ۽ ان واهڙ جي آسپاس پن، سر ۽ ڪانهه به جام اسرن ٿا. اتي ٻي ساوڪ سبزي سان گڏ سيوڙ ۽ کهيري جو ٻوٽو ڦٽي ٿو. ان ساوڪ سان سٽيل علائقي ۽ پاڻيءَ جي فراوانيءَ ڪري هتي جهنگلي جيوت جهجهي ٿئي ٿي، خاص ڪري سرهه، گب، هرڻ پپراسر جي سدابهار واهڙ تي پاڻي پيئڻ اچن ٿا. هن ڪنب تي ماڻهن ٻارا ٻڌي پوکي راهي شروع ڪئي آهي.

پپراسر جي پرسان ڪيرٿر ۽ ٽرڪ ڊوري جي آسپاس "قاسوءَ جي رڪ" مشهور آهي، جنهن ۾ قاسم لغاري نالي شخص سرهه، گب ۽ هرڻ پاليا آهن. ان علائقي ۾ رهندڙ ماڻهو پاڻي جي سهولت ڏسي پپراسر جي وهڪري جي پر ۾ ئي پنهنجا گهر اڏي ويٺا آهن. اتان جون گهر ڌياڻيون ان واهڙ مان پيئڻ لاءِ ڪليون ۽ سانداريون ڀرن ٿيون. ساڳئي وقت رڌ پچاءَ سان گڏ لٽو ڪپڙو به ڌوئين. جبل ۾ رهندڙن جو اصل ذريعو معاش مال پالڻ آهي. هر مالوند وٽ وڏي تعداد ۾ رڍون، ٻڪريون ۽ اٺ وغيره آهن.

**پپر پنجان:** ضلعي ۽ تعلقي دادوءَ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هي ڳوٺ شامل آهن:

چڪ ڳوٺ، چاڪر خشڪ، داتا لنڊ، ماڪوڙو لنڊ، الهيار لنڊ، رحيم لنڊ، رانجهو مياڻي، مراد خان لنڊ، حاجي مصري خان ۽ حاجي عارب بروهي.

**پپري:** هن نالي سان سنڌ ۾ گهڻيون ئي ديهون ۽ ڪيترائي ڳوٺ آباد آهن. هڪ ديهه تعلقي گنبٽ ۾ موجود آهي، جنهن ۾ ٽي ڳوٺ آباد آهن:

هن نالي سان ٻي ديهه ضلعي ۽ تعلقي دادوءَ ۾ موجود آهي، جنهن ۾ گهڻا ئي ڳوٺ آباد آهن، جن ۾:

سلطان ٻوڪ، غازي پنهور، ٻرڙا، ڪرم خان، راوت، زنئور، قيصر زنئور، نبي بخش پنهور، فتح خان زنئور، حسن پنهور، سلطان پنڊ، ارباب پنهور، رحمت الله پنڊ، عبدالفتح شاهه، لاڪا الهندو ٻرڙو، بڇل ٻوڪ، پير شاهه، ڏامراهه پنهور، شاهه زنئور، پپري پٽوها، پنڊ ڳوٺ، ڳوٺ ٻوڪ.

- ساڳئي نالي سان ضلعي دادوءَ جي تعلقي ميهڙ ۾ به هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ هي ڳوٺ شامل آهن:

پپري، ڪنڊو مهيسر، رکيو مهيسر، پريتم داس، بهرام ڪوسو ۽ دين محمد.

- يونين ڪائونسل گهگهر، ٽپي درساڻي چني، تعلقي ملير ڪراچي ۾ به پپري نالي ديهه موجود آهي. هن ديهه جون حدون ريلوي لائين کان سمنڊ ڪناري تائين آهن. پپري ڊوري ۾ پپر جي وڻن جي گهڻي تعداد ۾ هئڻ ڪري هن کي پپري چيو ويو. هن جو پراڻو نالو پپر آهي. پپري ڊورو، ڪاري وارو ڊورو، ڪاري ڊهي وارو پٽ، جبل ۽ ٽڪريون به هن ۾ شامل آهن.

- تعلقي ميرپورماٿيلي جي هڪ ديهه جو نالو به پپري آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

علي مراد جلباڻي، دليل جلباڻي، پپري، بهرام جلباڻي، محمود ڪورائي، شاهل خان لغاري ۽ محراب پتافي.

**پپريُون** (Long Pappers): هڪ قسم جو پسارڪو وکر. هي سُڪل ٻوٽ ٻج هوندا آهن. جيڪي پري کان ڪاري ڏاک وانگر لڳندا آهن. هي ٻج (پپريون) آڱر يا مُني آڱر جيڏين ڏگهين ڦرين ۾، ڪاري رنگ تي نقطي دار صورت ۾ ٿين ٿا ۽ ذائقي ۾ ڪارن مرچن جهڙا تيز ٿيندا آهن. حڪيم پپريون ڪيترين ئي بيمارين جي دوائن ناهڻ لاءِ ڪم آڻيندا آهن.

**پپڙي**: تعلقي گنبٽ جي هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ پپڙي، ٽانگرو ۽ شيخ ڳوٺ شامل آهن.

**پپلا مول**: پپلا مول، هڪ پاڙ آهي، جيڪا تيز ذائقي واري اڇي رنگ جي ٿيندي آهي. هيءَ معدي ۽ جگر کي تقويت ڏئي ٿي. طعام کي هضم ڪري، بک کي وڌائي ٿي. وائي باديءَ کي تحليل ڪري ٿي. بدهضمي، ڪنين اوگراين، ٻرهل، يرقان، گهاٽي بلغم کي پچائي ٻاهر ڪڍڻ لاءِ مفيد آهي. هن کي ڪٽي ناس ڪرائڻ سان ته مٿي جو سور، نزلي، ريزش ۽ زڪام کي فائدو ڏئي ٿي. اکين جي بيمارين ۾ به مفيد آهي. هن کي "سچيت ڪائي" به چوندا آهن (ڏسو: سچيت ڪائي).

**پپنوس**: هي ليمي جي قسم جو هڪ ميوو آهي، جيڪو ليمي کان وڏيڪ ڪٽو ٿيندو آهي. هن ۾ فولاد سنو ملندو آهي، هن ۾ سئي وجهبي ته اها ڳري ويندي. حڪيمن مؤجب هن جو تيار ٿيل فولاد جو ڪُشتو رت کي وڌائڻ ۽ صفا ڪرڻ لاءِ مفيد چيو وڃي ٿو هن کي سُڪائي، سنڍ ۽ پپريون ملائي ڪُٽي ڦڪي ناهبي آهي، جيڪا ماني کائڻ کان پوءِ وٺڻ سان هاضمو ٿيندو آهي. سنڌ جا حڪيم هي وکر دوائن ۾ گهڻو استعمال ڪن ٿا.

**پپُون**: پپون، سائي رنگ جي ڦرين جهڙيون ٿينديون آهن، جيڪي ٿر ۾ برسات پوڻ بعد هفتي اندر پيدا ٿين ٿيون. پپون مُرٽن، موراڙين، ڦوڳن، جارين، هيرڙين ۽ ڪرڙن جي پاڙن وٽ ڪنڊري واريءَ ۾ پيدا ٿينديون آهن. اهي سائي رنگ جون ڦرين وانگر ٿينديون آهن. رواجي طرح فوٽ کن، پر جارين ۾ ڏيڍ به فوٽ ڏگهيون به ٿين. پچڻ بعد چوٽيءَ تي گل ڪڍن، جن ۾ ٻج ٿيندو آهي. سياري اونهاري مٿان سُڪيو وڃن ۽ پاڙ وارو پاڳو زمين ۾ پيو هوندو آهي، جن کي "سيٽ" چئبو آهي. برسات پوڻ تي اهي سيٽ ساوا ٿيو پون. پپن کي پاڙ کان پٽي ٻئي هنڌ آلي زمين ۾ لڳائبو ته اتي به اُپري ايندين.

ٿر جو ننڍو وڏو پپُون شوق سان کائيندو آهي. پپون صبح جو 12 وڳي تائين کائڻ ۾ ڪٽيون هونديون آهن، جنهنڪري سنهو ڪُٽيل لوڻ لڳائي کائبيون آهن. پپن جي پاڃي ڪٽمٺڙي ۽ لذيذ ٿيندي آهي. مريڙي يا ڪُنيين جي پاڃيءَ ۾ ٿوريون پپون وجهبيون ته پاڃي وڌيڪ لذيذ ٿيندي، يعني اهي ڏاڙهون ۽ انبچُور جو ڪم ڏينديون آهن. ٿري ٻار جهٽ ۾ جهنگ مان جهول ڀري ايندا آهن. جيڪي پاڻ به کائيندا آهن ۽ شهرن ۾ به وڪرو ڪندا آهن. وسڪاري جي مند ۾ ننڍن وڏن جهڙوڪ: مُرٽن ۽ ٻُٽن ۾ بلائون ٿينديون آهن. تنهنڪري پپن چونڊڻ وقت انهن جو خيال ڪرڻو پوندو آهي. مُرٽن ۽ ٻين وڻن کي چڱيءَ طرح جاچي، لٺ يا ڪاٺيءَ سان ٽڙڪائي، بعد ۾ پپون چونڊبيون آهن.

**پپيتو/ پپيو** (Papaya): هي هڪ قسم جو ميويدار وڻ آهي، جنهن جي ڦل يا ميوي کي به پپيتو چئبو آهي. پپيتي جو اصل وطن ڏکڻ آفريڪا آهي، پر ٽي صديون اڳ ان جي ٻوڪ، دنيا جي ٻين ملڪن ۾ به پکڙجڻ لڳي. هن جو ٻوٽو وڻ وانگر ويهن فوٽن تائين وڌي سگهي ٿو هن جو ڦل ڪدوءَ يا گدري وانگر بيضوي ٿئي ٿو ڦر ڪچو هوندو ته پاڃيءَ طور ڪم ايندو آهي. پچڻ تي اندران ٿوڙي ٻاهران پيلي رنگ جو ٿيندو آهي. ڪچي ڦل کي پال وجهي پچايو ويندو آهي. هيءُ ميوو خط استوائي علائقن ۾ گهڻو ٿيندو آهي. ٻوٽي جي سراسري عمر پنج سال ٿئي ٿي. طبي لحاظ کان هاضمي لاءِ بهتر آهي. ان ۾ "پيگڪن" وڏي مقدار ۾ هوندي آهي. کاڌي جي طلب وڌائيندڙ ۽ توانائي بخشيندڙ ميوو آهي. هن ميوي جو شربت وڏي شوق سان ڪتب آندو ويندو آهي. سنڌ ۾ پپيتو اڪثر ضلعي ملير، ڪراچي، ٺٽي، حيدرآباد، بدين ۽ دادوءَ جي تعلقي ڪوٽڙيءَ جي هيٺانهن علائقن ۾ ٿيندو آهي. پپيتي جو ڦر سنو، وڏو ۽ لذيذ ٿيندو آهي، جنهن کي "ڪاٺ گدرو" به چيو ويندو آهي.

پپيتو

**پپيهو**: (ڏسو: 'ٻاٻيهو'، جلد ٻهريون)

**پپيهو**: هي گدري ۽ ونگي نموني جو هڪ ڦر آهي، جنهن جو وڻ هيرڻ جي وڻ جهڙو ٿيندو آهي هن جون ڪافي خاصيتون آهن. مثلاً: پيشاب کي جاري ڪرڻ، مثاني جي ڦٽ، بواسير جي رت جي گهٽائيءَ کي گهٽائڻ، صفراوي تپن، سوريءَ، پيچش، آنڊن ۽ ڦڦڙن جي بيماري ۾ مفيد آهي. هن جو اثر تمام ٿڌو آهي.

**پڃارا**: سنڌي ٻوليءَ جو هي قديم لفظ 'پڃارو' سنسڪرت ۾ به مستعمل آهي، جيڪو ٻن لفظن پنج + ڪار مان ٺهيل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ڪپهه پڃڻ وارا يا ڪپهه تاڻڻ وارا. انهيءَ نسبت سان ڪپهه پڃڻ وارا ماڻهو ذات جا "پڃارا" سڏجڻ لڳا، جيڪي سنڌ ۾ ڪافي هنڌن تي اڄ به موجود آهن. سيوهڻ شهر ۾ پڃارا ذات جا ماڻهو رهن ٿا، جن مان ڪجهه پاڻ کي هن وقت "تهيم" سڏائين ٿا. پڃارا پاڻ کي منصور بن حلاج جو اولاد سڏائيندا آهن ۽ چوندا آهن ته منصوري سندن ذات آهي. حسين بن منصور حلاج جي وڏن جي ڪرت ڪپهه تاڻڻ هئي. حلاج 'پڃاري' کي چئبو آهي. ٺٽي ۾ ميمڻن جي هڪ پاڙي جو نالو به "پڃارا" آهي. اصل ۾ هن ذات جا ماڻهو راجستان کان سنڌ ۾ آيا. اڳي وڏن شهرن ۾ سندن بستيون جدا هونديون هيون. ڪراچيءَ ۽ حيدرآباد جي شهرن ۾ "پڃاراپور" نالي بستيون مشهور هيون، جتي پڃارن جا دڪان ۽ گهر هوندا هئا. ٻاهران آيل ماڻهن "پڃارا پور" کي 'پڃرا پور'، 'پنجاره پور' ڪري ڇڏيو آهي. پڃارن وٽ "پڃڻ" جو خاص اوزار هوندو هو جنهن سان ڪپهه پڃندا هئا. هن وقت پڃارا خاص بستين ۾ نٽا رهن، پر جتي به ۽ جيئن به آهن، مشين تي ڪپهه پڃي ڏيندا آهن.

**پڃاراپور/ پڃراپور**: حيدرآباد شهر جو هڪ علائقو جيڪو تمام پراڻو آهي، هتي ڪپهه پڃي ويندي هئي. هن جي آس پاس وڏيون وسنديون آهن، جن ۾ فقير جو پڙ، ڦليلي اچي وڃن ٿيون. هن جي پڙ ۾ ئي حسن علي

آفنديءَ جو باغ هوندو هو، جيڪو هن وقت ”آفندي ٽائون“ جي نالي سان مشهور آهي. اهو علائقو ٽوڙهي چاڙهي کان لهي قليليءَ ڏانهن ويندڙ رستي تي واقع آهي، جيڪو اڄ به ”پچراپور“ جي نالي سان مشهور آهي.

**پچاري واهه:** هيءَ واهه ڄامشوري پل (لوئر سنڌ بئراج) وٽان نڪري ٿو. نئين وهڪري ۾ هي واهه تعلقي حيدرآباد، ٽنڊي محمد خان، ميرپور بٺوري، سجاول، ڄاتيءَ ۽ ٻين ننڍن وڏن شهرن کي آباد ڪري ٿو. ڪوٽڙي بئراج جي تعمير ٿيڻ کان اڳ، هي واهه ڦاٽ جي حيثيت رکندو هو، جيڪو ”قليلي ڦاٽ“ ۽ ”گونيءَ“ جي نالي سان وهندو هو. ٽنڊو محمد خان، سيري، ماتلي، تلهار ۽ بدين، ان جي ڪپ تي مشهور شهر هئا. بدين ۾ گونيءَ جي پڇڙي ٿيندي هئي. هن وقت تعلقي ميرپور بٺوري ۾ ٻني شهر وٽان نڪري، بٺوري ۽ ڄاتيءَ جي پر ۾ ’ڇتن جي ڳنڍي‘ جي ويجهو ’گونگڙي‘ سان وڃي ملندو آهي. مقامي ماڻهو ان کي مختلف نالن سان سڏين ٿا؛ جيئن پچاري، ڇوٽي پچاري، شور واهه، اڄ ڇندڻ ۽ ڇيڇو وغيره.

**پچُرُ:** لانديءَ جي ڇت ۾ ڪم ايندڙ هڪ ڪاٺي. لانديءَ جي ديگهه جي وڌ تي ڪام رکبي آهي، جيڪا گهڻو ڪري جنديءَ تي رکندا آهن. سنڌ جي اُترواري خطي ۾ ’ڪام‘ کي ’لاٽڻ‘ به چوندا آهن.

**پڃرو:** پکين کي ڦاسائي رکڻ جي جاءِ. هي اڳي ڪکن ڪانن مان ٺهندو هو. هاڻي لوهي پڃرا عام جام ٺهن ٿا، جن ۾ تتر، طوطا، ٻٽير وغيره رکيا ويندا آهن. سرنديءَ وارا اڄ به ڪانن جو پڃرو جوڙائين ٿا. سرن جي پڪن ڪانن کي ڏڪ ڪري، هڪ جيترو ڪٽي سنڌن پچڙيون يا پويا آمهون سامهون ڪندا آهن. پوءِ انهن ڏڪن جون چوٽيون ننڍيون ڇتين سان ملائي ڇئن ڏڪن جو چوراس ٺاهيندا آهن. هڪ پاسي کان ڇتيون ٽپائي آمهون سامهون واري ڏڪ مان آرپار ڪري وڌيل ڇيت پچي ڇڏين ۽ سڄي ڏڪ مان آڱر آڱر جي وٿيءَ تي ڇيت ٽپائيندا ويندا آهن. اهڙي طرح ٻئي طرف کان به ڪن. پوءِ ڏڪن جا پنج چار انچن جا چار ٽڪرا ڪندن تي هڻن، جن کي ”پاوا“ چون. پاون تي ٽري جيترو ڏڪن جو ٻوتو ٻڌن. ٻوتي جي پاسن کي ڇتين سان واڙين. هڪ هڪ پائي تي فوٽ مني فوٽ جو ڏڪ هڻن. انهن ڏڪن جا مٿيان پاسا وچي پاڻ ۾ ملائين ته ڇڄ منارو ٺهي پوي، جنهن کي ”ٽوپي“ چون. ان ٽوپيءَ کي ڇتين سان ورائي پڃرو تيار ڪن. ٽي پاسا بند، هڪڙي پاسي در رکن. ٽوپيءَ جي چوٽي تي هٿ وجهڻ لاءِ ڏوري ٻڌن. اهڙي نموني هٽ وارا پڃرا به ٺاهين. ٻن پڃرن جي وچ ۾ ڪاٺي وجهي ٻنهي کي هڪ ٻئي سان جوڙين ته ”ٻٽ- پڃرو“ ٺهي پوي، جنهن ۾ به پکي رکبا آهن.



**پڃرو (ڪتاب):** هي شعري مجموعو هند جي نئين ٽهيءَ جي شاعره رشمي راماڻيءَ جو آهي، جنهن ۾ ڪُل 53 نثري نظم آهن. هن ڪتاب جو مهاڳ ناموَر ليکڪ ڪرشن کٽواڻيءَ لکيو آهي، جيڪو رشميءَ بابت لکي ٿو: ”رشميءَ جون ڪويتائون پڙهندي من کي لڳو هي ان ڇوڪريءَ جا احساس آهن، جا مڪڙيءَ مان گل ٿيڻ لاءِ تڙپي رهي آهي ۽ زماني جي سچ جي تيز تپش سندس ڪچڙن احساسن ۾ چير وجهي رهي آهي.“ هي ڪتاب رشمي راماڻيءَ اندور مان آڪٽوبر 1991ع ۾ مڌيا پرديش سنڌي ساهتيه اڪيڊمي جي سهڪار سان پڌرو ٿيو. ڪچي جلد سان 90 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 40 روپيا آهي.

**پچري:** پٽ يا ڪاٺ جو ڳرو وزندار ٽڪر جنهن ۾ مٺ وجهڻ لاءِ هٿيو به ٺهيل هوندو آهي. پچري ورزش يا زور آزمائيءَ لاءِ ڪم ايندي آهي ۽ اُها گهڻو ڪري آکاڙي ۾ هوندي آهي، جتي ڪثرت جا شوقين اچي زور آزمائي ڪندا آهن. آکاڙي ۾ جدا جدا وزن واريون پچريون پيل هونديون آهن. ڪڏهن ڪڏهن ڳري وزن وارين پچرين ڪڻڻ جو مقابلو به ٿيندو آهي.

**پچريون ڪڻڻ:** سنڌ جي مشهور راند ’پچري ڪڻڻ‘ واري راند زور آزمائيءَ جي مظاهري جي راند آهي. ڪاٺ يا پٿر جي ڪنهن وزندار ٽڪر کي ٻوري وچ مان ڇلي منجهس مٺ وجهڻ جي جاءِ ٺاهي ويندي آهي. پهلوان اهڙي پچري ڪڻڻ جون شرطون هڻندا آهن ۽ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندا آهن. ننڍا ٻار وري پنهنجي قد بت آهر پچريون ٺهرائيندا آهن ۽ اهي هڪ هٿ سان ڪڻندا آهن.

عام طور ننڍڙن ٻارن کي به پچري بنائبو آهي. يعني ٻانهن سان ڪانءِ ڪيڏائي ويهاربو آهي. ان بعد سندس ٻنهي ٻانهن مان هڪ پاسي ٻانهن وچان لنگهائي ٻيءَ ٻانهن ۾ هٿ وجهي ڪڻبو آهي. هن راند ۾ پئسن وغيره جي شرط نه لڳندي آهي، صرف عزت جو خيال هوندو آهي. هن راند ۾ جسم کي نهايت اعليٰ درجي جي ورزش ملندي آهي. ساڳئي وقت پٺن، ڏورن، ڪراين ۽ ڄاتيءَ ۾ مضبوطي پيدا ٿيندي آهي.

**پچڻ:** ڪپهه پچڻ لاءِ ڪمان وانگر هڪ اوزار. پچارن جو هڪ اوزار، جنهن سان ڪپهه پچيندا آهن. تند يا زهه کي مهاڙي سان ڏڪ هٽبو ته زهه، ڪپهه کي ڪٽي ڦونڊا ڦونڊا ڪري اڇليندي ويندي. هن عمل کي شاهه لطيف به ڳايو آهي:

مون کي ماءُ مجاز، پيچاري جيئن پچيو!

**پچ** (Pitch): ڪنهن آواز جو مدار ان جي مخصوص سطح يا پچ تي هوندو آهي. ڳائڻ جي محفل ۾ ساز وڄائيندڙ، ساز جي تارن کي ڇڪڻ کان پوءِ اهڙو آواز پيدا ڪندو آهي، جو ڳائيندڙ جي آواز سان ٺهڪي ايندو آهي، اهڙي طرح طبلي نواز، طبلي جي پڙدي جي ڇِڪ کي صحيح ڪندو رهندو آهي. دراصل اهي ماڻهو پنهنجي ساز مان نڪرندڙ آواز جي تعداد يعني هڪ سيڪنڊ ۾ نڪرندڙ لهرن جي تعداد کي گهٽائيندا وڌائيندا آهن. عورتن ۽ ٻارن جي آواز جي سطح يا پچ وڌيڪ ٿئي ٿي، جڏهن ته مردن جي آوازن جي سطح يا پچ گهٽ ٿئي ٿي. دوستن جو آواز سولائيءَ سان سڃاڻي سگهجي ٿو جيڪڏهن ٻه دوست پاڻ ۾ ڳالهائيندا هجن، چاهي انهن جي آواز جي بلندي ۽ پچ برابر چو نه هجي، پوءِ به انهن جي شڪل ڏسڻ کانسواءِ ئي انهن جو آواز سڃاڻي سگهبو آهي. اهڙيءَ طرح بانسريءَ جي آواز ۽ طبلي جي آواز ۾ فرق ڪري سگهجي ٿو. آواز جي خاصيت سبب مختلف آوازن ۾ فرق ڪري سگهجي ٿو.

**پچ²:** ڪرڪيٽ جي ميدان ۾ هڪ مرڪزي ۽ ڊگهي هموار پٽي ہن وڪيٽن جي وچ ۾ موجود هوندي آهي، جنهن کي پچ سڏيندا آهن. پچ هڪ ڳنڍيل ۽ لچڪدار سلسلو آهي، جيڪو ہاويهہ وال (20.12 ميٽر) ڊگهو ۽ ڏهہ فوٽ (3 ميٽر) ويڪرو ٿئي ٿو جنهن جي سطح انتهائي هموار ۽ ننڍي قد واري گاهہ جي گهٽ مقدار سان ڍڪيل ٿئي ٿي. جنهن جي مٿان رولر مشين هلائي گاٽ ۽ دہاءَ ذريعي ان گاهہ کي ختم ڪيو وڃي ٿو شوق خاطر ڪيڏجندڙ ڪرڪيٽ ميچن ۾ هتراڌو پچون ناهي ڪم آنديون وينديون آهن. گهڻو ڪري ڪانڪريٽ سان ناهيل ٿلهي جي مٿان ناريل جي ڪل مان ناهيل ڄاري يا ساون ہوٽن جي ٽڙن ۽ پنن کي وڇايو ويندو آهي ۽ پوءِ چڪي مٽيءَ سان ليپي انهن کي سڪائي استعمال ڪبو آهي. اهي پچون (Pitches) صرف نمائشي ميچن لاءِ ئي استعمال ٿينديون آهن. پچ تي ڪجهه نشانيون موجود هجن


ڪرڪيٽ پچ

ٿيون. ڪريز ان ليڪي کي چيو ويندو آهي، جنهن جي اندر بيٽسمين رهي ڪري بيٽنگ ڪندو آهي. ڪرڪيٽ جي ميدان ۾ هڪ مستطيل ايراضي، جنهن ۾ پچ موجود هوندي آهي، ان کي اسڪوائر سڏيو ويندو آهي. ڪرڪيٽ جي قانون موجب قانون جو ستون قائدو پچ متعلق آهي ۽ انون قائدو وڪيٽ متعلق آهي. پچ جي مرڪزي حصي تي هڪ مستطيل جيڪو پچ جو وچ ناهي ٿو ہہ فوٽ ويڪرو ۽ پنج فوٽ ہنهي ڪريزن جي منڍ کان شروع ٿي پچ جي وچ تائين پهچي ٿو ان کي 'پروٽيڪٽيڊ ايريا' چوندا آهن. بالر جيڪڏهن بالنگ ڪرائيندي ٽي دفعا ان ايراضيءَ تان گذريو تہ امپائر ڪيس اننگ جي پوري ٿيڻ تائين بالنگ ڪرائڻ تي پابندي مڙهي ڇڏيندو آهي. اگر قدرتي طور پچ تي گاهہ وڌيل ۽ گهميل هجي، تہ ان کي "گرين پچ" سڏيو ويندو آهي، اها پچ اسپن بالرن لاءِ مددگار ثابت ٿيندي آهي. ڪرڪيٽ جي قانون موجب جيڪڏهن پچ کي ميچ شروع ٿيڻ کان اڳ ۾ پاڻي ڏنو وڃي تہ شروعات ۾ پچ تي بالنگ ڪرائڻ ڏکي ٿي پوندي آهي ۽ بيٽسمين ان جو پورو فائدو وٺندا آهن. پر چئن پنجن ڏينهن تائين پچ جي سڪڻ بعد ان ۾ ڏرا اپري ايندا آهن ۽ پچ ڏوڙ ۾ تبديل ٿي پوندي آهي. اهڙي پچ کي "ڊسٽ بال" يا "مائين فيلڊ پچ" سڏيندا آهن. پچ جون اهي تبديليون ڏسي ٽاس کٽڻ وارا ڪيپٽن پچ جي ڏکيائيءَ جي نوعيت معلوم ڪندا آهن ۽ پوءِ انهيءَ مطابق بالنگ يا بيٽنگ جو فيصلو ڪندا آهن. مينهن پوڻ جي حالت ۾، رات جو گهم کان يا ڪنهن ہئي خطري کان بچائڻ لاءِ پچ کي پلاسٽڪ يا پيراشوٽ جي ڪپڙي مان ٺهيل پوش سان ڍڪيو ويندو آهي. ڪرڪيٽ جي قانون جي يارهين قائدي موجب ڪرڪيٽ گرائونڊ ۽ پچ کي بغير ڪنهن ضرورت جي يا ٽاس کٽڻ کان اڳ ۾ لڪت واري فيصلي يا قانون ڪانسواءِ ڍڪي نہ ٿو سگهجي.

ڪرڪيٽ جي قانون جو ڏهون قائدو ميچ جي تياريءَ ۽ سار سنڀال بابت آهي. پچ ۽ گرائونڊ مان غير ضروري پاڻيءَ کي "واٽر هاگ" مشين ذريعي ٻاهر ڪڍيو ويندو آهي. پچ کي هڪ مخصوص دہاءَ هيٺ رولر مشين جي مدد سان دہايو ويندو آهي. امپائر جي مرضيءَ مطابق صرف ستن منٽن تائين ئي پچ تي رولنگ ڪري سگهجي ٿي. رولنگ ڪرڻ کان اڳ ۾ ۽ ميچ جي دوران بہ پچ کي صاف ڪيو ويندو آهي تہ جيئن پچ کي نقصان کان بچائي سگهجي. ميچ شروع ٿيڻ کان اڳ ۾ پچ ۽ ٻاهرئين ميدان تان وڌيل گاهہ کي لٽيو ويندو آهي. امپائرن کي بيٽسمين ۽ بالر جي پير رکڻ واري ڏر جو خاص خيال رکڻو پوندو آهي. انهيءَ ڏرن ۾ ريتي وجهرائي هڪ ڏينهن کان وڌيڪ وارين ميچن لاءِ محفوظ بڻايو ويندو آهي. ميچ واري ڏينهن تي پريڪٽس ڪرڻ لاءِ ٿيندڙ راند ۾ پچ واري اسڪوائر کي ڇڏي گرائونڊ جي ہئي اسڪوائر تي ڪيڏي سگهجي ٿو ۽ پوءِ ميچ شروع ٿيڻ کان 30 منٽ اڳ ۾ پريڪٽس بند ڪئي وڃي ٿي، جيئن اصلي ميچ شروع ڪرائڻ لاءِ تياري ڪري سگهجي. دنيا جي مختلف ملڪن ۾ امتيازي پچون موجود آهن. ايشيا جي ملڪن ۾ خشڪ پچون هئڻ ڪري اسپن بالرن کي فائدو پهچي ٿو جڏهن تہ آسٽريليا ۽ ڪجهہ ٻين ملڪن ۾ بہ بائونسي پچون هئڻ ڪري فاسٽ بالر فائدي ۾ رهن ٿا، پچ جي سلوڪ مطابق ئي اصل راند ۾ ٽيمون تشڪيل ڏنيون وينديون آهن.

**پچانگو** (Octopus): هي سامونڊي ساهوارو آهي. جنهن کي انگريزي ۾ 'آڪٽوپس' ۽ سنڌيءَ ۾ اَٺَ ڄنگهو سڏجي ٿو هن کي سامونڊي ساهوارن ۾ شمار ڪيو ويندو آهي. پچانگي جو جسم بلڪل نرم هوندو آهي، جڏهن تہ اندروني طور تي ڪو ڍانچو بہ نہ هوندو آهي، هن جسم ۾ ڇهنب جهڙو سخت حصو آهي، جيڪو طوطي جي ڇهنب سان هڪجهڙائي رکي ٿو. هن جي زندگي گهڻو ڪري ڇهن مهينن کان بہ گهٽ هوندي آهي، هن جون ٽي


پچانگو (Octopus)

دليون هونديون آهن، هي ذهين ساهوارو سمجهيو وڃي ٿو. پچانگي/آڪٽوپس جو اعصابي نظام حساس ۽ تيز سمجهيو ويندو آهي. گهڻن ملڪن ۾ هن کي مستقبل جي ڄاڻ توڙي قسمت جي حال معلوم ڪرڻ لاءِ بہ استعمال ڪيو وڃي ٿو ان سلسلي ۾ 2010ع واري عالمي فوٽ بال مقابلي جي سيمي فائنل دوران مختلف ٽيمن پاران مئچ جي نتيجن جي معلومات حاصل ڪرڻ لاءِ مختلف ملڪن جي نشانن وارا بال آڪٽوپس آڏو رکيا ويا. هن جنهن بہ بال کي ڇُهيو ٿي، ان جي سوڀ ٿي. هيستائين جو

فائنل ۾ پهچنڊڙ نيدرلينڊس ۽ اسپين جي ٽيمن ۾ فائنل دوران آڪٽوپس، اسپين جي ٽيم جي بال کي ڇهيو هو ۽ اُن ئي ورلڊ ڪپ کٽيو.

پڇانگو/ آڪٽوپس ٽن مختلف طريقن سان پنهنجو دفاع ڪري ٿو. ڪجهه آڪٽوپس پنهنجي بچاءَ لاءِ ڪاري رنگ جي مس اڇليندا آهن. ڪن ۾ مخصوص گهرڙا هوندا آهن. جنهن سان انهن جو رنگ تبديل ٿي ويندو آهي.

**پڇڻ جو دڙو:** هي آثار عمرڪوٽ ضلعي جي ساماري تعلقي ۾ ديهه ٿمون ڪگارو ۽ ديهه هيرل 23 ۾ آهي. هي پڙو هميراٽي پڙي کان اٽڪل 10-12 ڪلوميٽر پري آهي. روايتن موجب پڇڻ راءِ هڪ جادوگر هو ۽ هن دڙي واري هنڌ ڪنهن سمي سندس راڄڌاني قائم ڪئي هئي. آس پاس جون هر عمر جون عورتون ڪن مقرر ڏڻن تي وٽس سلامي پرڻ اينديون هيون. انهن عورتن ۾ راءِ چنيسر داسڙي جي محبوبا ليلان پڻ هئي. هن پڙي کان ڪجهه فاصلي تي هاڪڙي ۽ مهراڻ جي ميلاپ واري جاءِ ويجهو مشهور قديم آثارن وارو ماڳ نُهٽو آهي. جيڪو مهراڻ جي ساجي ۽ هاڪڙي جي کابي ڪپ تي آهي. پڇڻ دڙو هن وقت ايڪڙ کن جيتري ايراضيءَ تي پکڙيل آهي. هتان مٽاڃري تان مختلف قسمن جا سڪا ۽ ٺڪر جا ٿانو رانديڪا ۽ مورتيون ملن ٿيون.

**پڇڪاري:** اهو اوزار. جنهن مان پاڻي زور سان لاٽ ڪري نڪري. پچڪاري هوليءَ جي تهوار وقت رنگ هڻڻ لاءِ ڪم ايندي آهي. ننديون پچڪاريون عام طرح ڊاڪٽري اوزارن ۾ به شامل آهن. ڪَنَ جي خرابيءَ جي حالت ۾ بعضي ڊاڪٽر ڪَنَ ۾ ڪنهن خاص دوا جي پچڪاري هڻندا آهن. سُئي هڻڻ جو اوزار ساڳيو پچڪاريءَ واري اصول تي ٺهيل هوندو آهي. بارن کي ڪن، نڪ يا پيٽ جي تڪليف وقت مختلف دوائن جا ڦڙا، ڪن، نڪ يا وات ۾ مخصوص پچڪارين ذريعي وڌا ويندا آهن. پوليو وغيره جا ڦڙا به پچڪارين ذريعي پيارا ويندا آهن.

**پڇڻ کي پڇاءِ (ڪتاب):** هي مشهور ليکڪا ۽ ڪهاڻيڪار ريٽا شهاڻيءَ جي ڪهاڻين جو مجموعو آهي. هن ڊيمي سائيز جي 104 صفحن تي مشتمل ڪتاب جي قيمت 35 رپيا آهي. سنگيتا پبليڪيشن بڙودا پاران ڇاپيل هن ڪتاب ۾ ريٽا شهاڻيءَ جون 15 ڪهاڻيون آهن. ڪتاب جو مهاڳ، پوپٽي هيرانداڻيءَ جو لکيل آهي. هن مجموعي جي ڪهاڻين ۾ ريٽا مرد جي ڪن ڪمزورين کي چٽيو آهي. هن گوناگون موضوع کنيا آهن. جن ۾ ڪي اڄ جي ماڊرن زندگيءَ جا مسئلا به آهن.

**پچي ڪاري** (Mosaic): رنگين شيشي، سنگ مرمر، سنگ سياهه. يا ٻيا قيمتي پٿرن جا ننڍڙا ننڍڙا ٽڪرا


پچي ڪاري

ڳنڍي ڪا ڊزائن تيار ڪرڻ کي 'پچي ڪاري' چئبو آهي. هيءَ خالص مشرقي فن آهي. شروعات ۾ هيءَ ڪم صرف اڇي سنگ مرمر يا ڪاري سنگ مرمر جي ٽڪرن کي جوڙي ڪيو ويندو هو. سياهه سنگ مرمر کي فارسيءَ ۾ 'سنگ موسيٰ' چيو ويندو آهي. جنهنڪري هن فن کي انگريزيءَ ۾ موزئڪ (Mosaic) چيو وڃي ٿو. لاهور جي قلعي، يا ٻين پراڻين مغل عمارتن ۾ هي ڪم وڏي مهارت سان ٿيل آهي. هن فن جي ڪري عمارتون وڌيڪ سهڻيون ۽ پُرڪشش بڻجن ٿيون. اڄڪلهه موزئڪ (Mosaic) جو عمارتن جي فرشن ۾ عام استعمال ٿئي ٿو.

**پڇَ:** ڪنهن به اناج کي اُبارڻ، ان مان تازو ڪڍيل پاڻي، جيڪو اهڙي مريض کي پيارڻو آهي، جيڪو ماني وغيره کائي نه سگهندو هجي. پڇَ فقط چانورن، صابو داڻن، جوَن، ڪٽڪ وغيره جي ٺهندي آهي. پڇَ کي ڪَش به چوندا آهن.

**پڇَ/ پڇون:** ٿر ۾ خاص ڪري صبح جي وقت آسمان جهڙالو هوندو آهي، هلڪا پورا ساوا ڪڪر مٿان لنگهندي، سنهي بوندار ڪندي گذرندا آهن. انهن سنهن ۽ هلڪن ڪڪرن کي "پڇ"/ "پڇون" چوندا آهن. اُهي مينهن وارا ڪڪر نه هوندا آهن.

**پڇاڙي:** مڇيءَ جو هڪ قسم. هيءَ ڪاري پاڻيءَ جي مڇي آهي ۽ سمنڊ ۾ ٿيندي آهي، هن جي ڊيگهه ٽي انچ ٿيندي آهي. سُڪل مڇي رڌي ڪائڻ ۾ ڏاڍي سٺي ۽ لذيذ هوندي آهي.

**پچاٽو (ڪتاب):** هي ڪتاب ڪامريڊ مير محمد ٽالپر جي مضمونن جو مجموعو آهي. اُهي مضمون ڪامريڊ مير محمد سنڌ ۽ پاڪستان جي




سياسي صورتحال بابت لکيا آهن. جن ۾ هن سياسي پارٽين ۽ شخصيتن کان مختلف ڪمن ۽ واقعن بابت سوال پڇيا آهن ۽ عوام کي راهه ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته سياستدان ڇا ڪري رهيا آهن. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 64 صفحن تي مشتمل، مير غلام رسول ٽالپر 1996ع ۾ شايع ڪرايو هو. ڪتاب 'پچاٽو' جو نئون ڇاپو ڪامريڊ جي ٻين مضمونن سميت روشني پبليڪيشن 2009ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

**پُڇڙ تارو/ پُڇڙُ تارو:** نظام شمسيءَ جي دائري ۾ گهمندڙ اهو تارو، جنهن کي پنيان ٻهاريءَ وانگر پُڇ هجي. چوٽيڙ تارو، نظام شمسيءَ جو


پُڇڙ تارو

هڪ گرهه، جيڪو سج جي چوڌاري پنهنجي مدار تي گردش ڪندو آهي. عام طرح اُهو هڪڙي روشن ڪڪر وانگر هوندو آهي. جنهن ۾ روشن ذرا هوندا آهن. جن مان سج جي شعاع ۽ دٻاءَ سبب ذرڙا خارج ٿيندا آهن. جيڪي ٻهاري وانگر شڪل اختيار ڪندا آهن. ڪڏهن ڪڏهن پڇ جي ڊيگهه ڏهه ڪروڙ ميلن کان به وڌيڪ هوندي آهي. جيڪي پڇڙ تارا هن وقت تائين معلوم ٿيا آهن. تن جي گردش جي مدت 203 سالن کان وٺي هزارن سالن تائين ڪئي وئي آهي.

ٻيا ڪڏهن ڪڏهن ظاهر ٿيندڙ پڇر تارا، جنهن سال پيدا ٿين ٿا، انهيءَ سال جي نالي سان ليکبا آهن.

جديد تحقيق موجب، پڇڙ تارا برفاني گولا آهن. جيڪي ڪائنات ۾ گردش ڪندا رهن ٿا. انهن مان ڪي نظام شمسيءَ جو حصو آهن. ڪنهن دؤر ۾ جڏهن ذرتي گئس جي گولي مان تبديل ٿي سخت مادي جي صورت ورتي هئي، ان تي پاڻيءَ جو وجود به ڪو نه هو. تڏهن ذرتي ڪنهن اهڙي پڇر تاري وٽان گذري، ۽ ڪشش جي سبب انهيءَ برفاني گولي مان ڪافي مقدار ۾ برف ڌرتيءَ جي گولي ڪي وڪوڙي وئي، اها ئي برف هئي، جنهن جي پاڻيءَ مان سمنڊ وجود ۾ آيو.

**پچڙ گاهه** (Corn Cockle / Agrostemma githago): اناج وارن فصلن ۾ پيدا ٿيندڙ پچڙ گاهه جو قسم، جنهن جو ڪانو ڏگهو ٻج ۽ گهاٽن پنن ۾ ورچيل هوندو ٿئي ٿو هي هوندو اَن جهڙن نرم پوش پنکڙين سان واڱڻائي رنگ جو هڪڙو گل جهليندو آهي.

**پچڙي ڍنڍ**: هيءَ ڍنڍ ضلعي دادوءَ جي تعلقي جوهيءَ ۾ بهاولپور ڳوٺ جي ڏکڻ ۾ واقع آهي. هيءَ هڪ قديم ڍنڍ آهي. جنهن ۾ هيئنر به مڇي ماري ويندي آهي.

**پَکال**: وڏي مَشڪ، جيڪا ٻن مينهُن جي کَلن مان ٺهندي آهي؛ ڍڳي جي ٻُٺن تي خرزين وانگر رکندا آهن. ڪنهن کوهه يا تلاءَ مان چمڙي جي ٻوڪي سان پکال ۾ پاڻي ڀري رسائيندا آهن. هڪڙي مشڪ ڪي ساندارو چوندا آهن. موجوده دؤر ۾ کوهن يا تلائن مان پاڻي ڀرڻ جو رواج ڪونهي، ان ڪري پکال جو رواج اڄڪلهه گهٽجي ويو آهي.

**پَکالي**: هڪ ذات جو نالو پاڻي ڀريندڙ پورهيتن ڪي پکالي چوندا آهن. آڳاٽي زماني ۾ جڏهن نلڪا اجا وجود ۾ نه آيا هُئا ۽ وسندين جي ويجهڙائيءَ ۾ ڪو کوهه، تلاءُ، ڍنڍ، ڍورو ۽ واهه به نه هوندو هو ته اُن وقت ۾ 'پکالي' پاڻي ڀرڻ جو ڪم سرانجام ڏيندا هُئا. اُهي پکال 'مشڪ' ذريعي پاڻي ڀريندا هئا. مَشڪ چمڙي جي ٿئي ٿي، جيڪا چؤطرف بند ٿيندي آهي ۽ فقط هڪ هنڌان مُنهن ٿيندو اٿس، جنهن ۾ پاڻي وجهي سگهبو آهي. پکالي 'اُهت' تي به ڪم ڪندا آهن، يعني سال جي رکت ۽ فصل لهڻ کان پوءِ اَن يا ٻيءَ جنس جي صورت ۾ معاوضو وٺندا آهن. هن وقت هن قسم جا مزدور ٿرجي ڪن خاص هنڌن تي ملن ٿا. جڏهن ته جڳهين جي تعمير وقت هن قسم جي مزدوري ڪيترين جاين تي ٿئي ٿي.

**پختون**: 'پختون' ۽ پشتون، پٺاڻ قوم جو اصل نالو آهي (وڌيڪ ڏسو 'پٺاڻ').

**پختونخوا ملي عوامي پارٽي**: پختونخوا ملي عوامي پارٽيءَ جو سربراهه محمود خان اڇڪزئي آهي. هيءَ بلوچستان جي قومپرست ۽ وڏو اثر رکندڙ پارٽي آهي. هن پارٽيءَ جو خيبر پختونخوا صوبي ۾ به ڪافي اثر آهي. محمود اڇڪزئي چونڊيل نمائندي طور قومي اسيمبليءَ ۾ پنهنجو ڀرپور ڪردار ادا ڪيو آهي. هن جي پارٽيءَ بلوچستان صوبائي اسيمبليءَ جي سيٽ به کٽي هئي. هن پارٽي 'پونم' (Pakistan Oppressed Nations Movement) ۾


محمود اڇڪزئي

شامل رهي، پختون قوم جي حقن سان گڏ پاڪستان جي ٻين مظلوم قومن جي حقن لاءِ به جاکوڙ ڪئي آهي. هن پارٽيءَ پاران 2008ع جي عام چونڊن ۾ بلوچستان ۾ ٿيل فوجي آپريشن خلاف احتجاج طور حصو نه ورتو اهو احتجاج اڳوڻي فوجي صدر پرويز مشرف جي حامي ق ليگ حڪومت جي پاليسين خلاف هو.

**پَدارٿ**: پدارٿ معنيٰ عنصر (Element)، اُها شيءِ، جيڪا ملاوت کان سواءِ وجود ۾ آئي هجي، عنصرن ۾ هوا، باهه، پاڻي، روشني، لوهه، سون، ٽامو، شيهو ۽ ٻيون شيون شامل آهن. اهڙيءَ طرح هن وقت تائين ماهرن 104عنصر ڳولي لڌا آهن.

**پَدَمُ**: ڪنول جو گل، نيلوفر.

- پيرجي آڱوٺي کان وٺي ڪڙيءَ تائين هڪ ريکا، جيڪا سڀاڳ جي نشاني سمجهي وڃي ٿي. 'پير ۾ پدم هئڻ' هڪ اصطلاح آهي. لطيف سائينءَ به سُر ڪنيات ۾ چنڊ کي مخاطب ٿي چيو آهي:

چنڊ چوانءِ سچ، مٿي مور نه پائيين،
ڪڏهن اپرين سنهڙو، ڪڏهن اپرين ڳچ،
مُنهن ۾ هرئي مچ، تو ۾ ناهه پيشاني پرينءَ جي.

*(شاهه جو رسالو (الف- ب وار)، محمد عالم سومرو صفحو 294)*

**پدما** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب پوڪرداس جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 183 صفحا آهن ۽ قيمت ٻه رپيا لکيل اٿس. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو اينِي بيسنٽ پريس، ڪراچيءَ مان سال 1944ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

**پدمات**: عمرڪوٽ کان اتر اوڀرندي ڪنڊ تي هڪ ڪلوميٽر جي پنڌ تي "روحل واءِ" سڏجندڙ علائقو دراصل "پدمات" آهي، جنهن جو مختصر تذڪرو عمرڪوٽ جي قديم ترين نالي پويان "پدمات جا پٽ" جي صورت ۾ ملي ٿو. هي هنڌ روحل فقير زنگيجي (ڪنڊڙيءَ جي ڪلاسيڪي شاعر) جي رياضت جو مقام آهي ۽ ان ئي نسبت سان هيءَ علائقو هاڻي روحل واءِ سڏجڻ ۾ اچي ٿو هينئر به روحل فقيرجي آستاني کان ٿورو پرڀرو پدمات جا آثار ڇِٽا نظر اچن ٿا. جيڪي ايامن گذرڻ ڪري پُريل حالت ۾ آهن. عمرڪوٽ جي مشهور شاعرن "جمن دربدر"، "حليم باغي" ۽ "حاجي ساند" گڏجي هڪ اشاعتي ادارو پڻ "پدمات" جي نالي سان جوڙيو آهي، جنهن جي پليٽ فارم تان ڪجهه ڪتاب ڇپجي پڌرا ٿيا آهن. ڪنڊڙيءَ جي مشهور شاعر مراد فقير هڪ بيت "وٺا پٽ پدمات جا" ۾ پدمات جو ذڪر ڪيو آهي.

**پد ماڪ** (Bird Cherry): هن وڻ کي هنديءَ ۾ پدم، گجراتيءَ ۾ پدم ڪائي، پنجابيءَ ۾ امل گچ، اردوءَ ۾ پدماڪ، انگريزيءَ ۾ Himalyan cherry ۽ لاطينيءَ ۾ Prunus Cerasoides چيو ويندو آهي. هن وڻ جي آڪهه کي Rosaceae سڏبو آهي.


پدماڪ

هي هڪ قد آور وڻ آهي، جيڪو ماٿهوءَ جي قد کان وٺي 27 ميٽر تائين ڊگهو ٿئي ٿو هن

جا پن ساڏن ستن کان ساڍا ٻارنهن سينٽي ميٽر ڊگها ٿين ٿا. هن وڻ جي ڏانڊي سوا سينٽي ميٽر ڊگهي ٿيندي آهي. ڏانڊين تي هڪ کان ٻه ننڍيون ڳنڍيون هونديون آهن. هن جا گل گلابي يا اڇا هيڊاڻ مائل هوندا آهن. جيڪي آڪٽوبر نومبر ۾ نڪرندا آهن. هي ستلج نديءَ جي ڪناري پنجاب ۾ گهڻو ٿئي ٿو. انهيءَ کان سواءِ برما ۾ به ٿئي ٿو. هندستان جي پنجاب کان سواءِ سڪم ڪيسيا هل، مني پور ۾ به ٿيندو آهي. هن جو ڦل هيڊو نارنگي رنگ تي ٿيندو آهي، جيڪو ذائقي ۾ ڪڙو هوندو آهي. هي ٻوٽو طبابت ۾ گهڻو ڪم اچي ٿو.

**پدماوت** (ڪتاب): هندي ٻوليءَ ۾ ملڪ محمد جائسيءَ جي مشهور مثنوي. هي ڪتاب شيرشاهه سوريءَ جي زماني ۾ لکيو ويو. هن ۾ ضد ۽ ٽڪراءَ مان پيدا ٿيندڙ ٽريجڊڪ/ دکدائڪ واقعو پيش ڪيل آهي. هن ۾ هڪ روايت ملي ٿي ته رتن سين ڏاڍي سک ۽ پريم مان پنهنجي پريميڪا پدمنيءَ کي پرڻائي چتور وٺي اچي ٿو ۽ علاوالدين خلجي پدمنيءَ کي هٿ ڪرڻ لاءِ چتور تي حملو ڪري رتن سين کي قيد ڪري ٿو. رتن سين جي فوتگيءَ کان پوءِ پدمني ستي ٿئي ٿي. ان سموري واقعي تي ملڪ محمد جائسيءَ هيءُ ڪتاب لکيو آهي.

**پدم پُراڻ**: هندو ڌرم جي مشهور 18 پراڻن مان هيءُ پراڻ، ٻئي نمبر تي ڳڻيو وڃي ٿو. جنهن لاءِ چيل آهي ته "هن ۾ اُن دؤر جو ذڪر آهي، جڏهن دنيا هڪ سونو ڪنول هئي، ڏاهن. ان پراڻ کي ڪنول به ڪوٺيو آهي. هِن پراڻ ۾ 55000 اشلوڪ آهن. هي پراڻ پنجن ڀاڱن/ ڪانڊن ۾ ورهايل آهي، جهڙوڪ: (1) سرشٽي ڪانڊ، (2) ڀومي ڪانڊ، (3) سوَرگ ڪانڊ، (4) پاتالا ڪانڊ، (5) اُتر ڪانڊ. هن ۾ ڇهون حصو 'ڪرِيا- يوگ- سارا' به شامل آهي، جيڪو ڀڳتيءَ جي باري ۾ آهي. هن لاءِ سمجهيو وڃي ٿو ته اهو گهٽ ۾ گهٽ 1200 سال پراڻو لکيل پراڻ آهي.

**پدم راج شرما**: پدم راج شرما سنڌي ٻوليءَ جو اهم ليکڪ آهي. هن جو جنم 7 جنوري 1934ع تي حيدرآباد سنڌ ۾ رهندڙ سارسوت برهمڻن جي



نڪ شرنگيءَ ۾ ٿيو. سندس پيءُ ديودت ڪندن رام شرما هندي ۽ سنسڪرت جو ناميارو پنڊت، اخبار نويس ۽ ديوناگري لپيءَ جو ماهر ٿي گذريو آهي. پدم شرما جو ننڍپڻ تعليم يافته ۽ والد جي شفقت هيٺ گذريو. هن جو لاڙو ننڍپڻ کان وٺي ادب طرف هو. تيرهن سالن جي عمر ۾ هن جي پهرين تخليق "ٻال سنديش" رسالي جي سيپٽمبر 1947ع واري پرچي ۾ شايع ٿي، ان رسالي جا ايڊيٽر موتي پرڪاش ۽ ڪمل پياسي هئا. سندس ڪجهه پروليون آگسٽ- سيپٽمبر 1947ع جي جوت رسالي ۾ شايع ٿيون. جنهن جو ايڊيٽر فادر فرانسيس ڪوٺواٽي هو جنهن پرمانند ميوارام جي صحبت سبب عيسائي مذهب اختيار ڪيو هو

ورهاڱي کان پوءِ اجمير شريف ۾ پڙهائيءَ دوران لکڻ جاري رکيائين. سندس ليک ۽ ڪهاڻيون اسڪول ۽ ڪاليج جي مخزنن ۽ رسالن "ڦلواڙي"، "ڪماري" ۽ بمبئيءَ جي اخبار "هند واسي" ۾ ڇپجنديون رهيون. هن اجمير ۾ "راشٽرڀاشا"، "پرچار سومتي"، "واردا جو پرچايه" امتحان 1949ع ۾ پاس ڪيو ۽ سڄي راجستان ۾ پهريون نمبر آيو. بعد ۾ ايم. اي، بي. ايڊ ۽ ساهت رتن (الله آباد) جا امتحان پاس ڪيائين. ڪجهه سال اجمير جي جواهر هاءِ اسڪول ۾ ماستري ڪيائين ۽ اتي ڪاليج ۾ پروفيسر ٿي رهيو. ترت سول سروس جو امتحان پاس ڪري پوليس ۾ ڀرتي ٿيو. هن 1958ع ۾ سپرنٽينڊنٽ آف پوليس (S.P) جو عهدو سنڀاليو ۽ 31 جنوري 1992ع ۾ ايڊيشنل پوليس ڪمشنر جي عهدي تان رٽائر ڪيائين. زندگيءَ جا 34 سال پوليسورديءَ ۾ ايمانداري ۽ بهادريءَ سان گذاريائين. قتل، دهشتگردي، ڌاڙن ۽ ٻين ڏکين معرڪن ۾ بهادرانه ڪردار ادا ڪرڻ تي پدم شرما کي قدر شناسيءَ جا سونا ٻلا ۽ پروانا مليا. هن راجستان ۾ بيڪانير، جئپور، جيسلمير، وغيره جي ريگستاني حدن کان وٺندي آسام، ارونا پرديش ۽ هماليه جي ٻارهن هزار فٽ اوچائيءَ واري ڀارت چين سرحد تائين ذميواريون سنڀاليون. هي ملڪ جي اهم شخصيتن جي حفاظت تي به مقرر ڪيو ويو. سندس شخصي فوٽن جي البم ۾ ڀارت جي وزيراعظمن ۾ اهم ڪردار رکندڙ نهروءَ کان وٺي راجيو گانڌيءَ تائين سندس حفاظت ڪندي نظر اچي ٿو. ڪٿي راجستان جي دوري تي آيل برٽش حڪومت جي وارث پرنس چارلس جي نظرداري ڪري رهيو آهي. شملا معاهدي تي صحيح ڪرڻ وقت، اندرا گانڌي ۽ (شهيد) ذوالفقار علي ڀُٽي جي پويان بيٺل نظر اچي رهيو آهي. هن کي بهادريءَ جي ڪارنامن سرانجام ڏيڻ عيوض سنگهارام ميڊل ۽ جيتي ميڊل کانسواءِ ڪيترائي تمغا به مليا. 26 جنوري 1986ع تي راجستان جي گورنر وسنت راءِ پاٽيل ڪيس صدر ڀاران ڏنل انڊين پوليس ميڊل ڏنو. پوليس آفيسر طور هي زبرو، ذهين ۽ جرئتمند آفيسر رهيو.

هي وئشنو (Vegetarian) رهيو آهي، ماس مڇي، سگريٽ توڙي شراب کان پري رهندو هو. سڄي زندگي پاڻ سان سچار ۽ ايماندار رهيو. پوليس کاتي ۾ رهندي به هن جي اديب واري اندرئين شخصيت زنده رهي. سندس تخليقن ۾ هيٺيان ڪتاب شامل آهن:

(1) راجستان سنڌي اڪيڊميءَ جي گذارش تي پدم شرما پنهنجو پهريون ڪتاب هنديءَ ۾ جديد سنڌي شاعر ڪشنچند بيوس تي لکيو. جيڪو 1985ع ۾ بيوس جي سئو سالا جنم موقعي تي شايع ڪيو ويو.

(2) سندس ڪهاڻين جو پهريون ڪتاب "رحيم راجستاني" 1989ع ۾ شايع ٿيو. جنهن ۾ هن جون 8 ڪهاڻيون شامل آهن. ڪتاب جي عنوان واري ڪهاڻي انگريزي ۾ ترجمو ٿي چڪي آهي ۽ هن ڪتاب جو مهاڳ پوپٽي هيرانندائڻيءَ جو لکيل آهي.

(3) هن جي ڪهاڻين جو ٻيو ڪتاب "روشني جو سوداگر" 1996ع ۾ شايع ٿيو. جنهن ۾ سندس 7 ڪهاڻيون شامل آهن. جنهن جو مهاڳ گوبند مالهيءَ لکيو آهي.

(4) سندس چوٿون ڪتاب "هماليه جي سرحد تي" (سفر نامو/ مشاهدا) هو. هن ڪتاب ۾ هن ڀارت چين لڙائيءَ جا ڪيترائي مشاهدا درج ڪيا آهن. ڪتاب ۾ هن هماليه جي سرحد جو اکين ڏٺو احوال ڏيڻ سان گڏ، اتان جي مقامي رهواسين جي رهڻي ڪهڻي، ريتن رسمن ۽ ٻوليءَ وغيره جو ذڪر ڪيو آهي.

**پدم نانگ**: (ڏسو: تليهر/ پدم / ڪاريهر/ واسينگ- جلد ٻيو).

**پدمني** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ناٽڪن جو مجموعو آهي، جيڪو "پدمني يا ملڪ جي شيوا" عنوان سان خانچند دريانيءَ 1923ع ۾ لکيو هو. خانچند دريانيءَ هن ناٽڪ جي ديباچي ۾ لکيو آهي ته "ڪنيا مها وديالہ" (ڪراچي) جي باني ڪارن "حيدرآباد اميچوئرس" وارن سان ملي هڪ ناٽڪ جو بندوبست ڪيو، جن اسڪول جي سهائتا لاءِ پنهنجو مشهور ناٽڪ "پٽي شيوا" 24 فيبروري 1923ع تي ڪراچيءَ ۾ ڏيکاريو. پر ڪن سببن ڪري اهو ڪونہ ٿي سگهيو. ناٽڪ جون ٽڪيٽون اڳ ئي وڪامي چڪيون هيون، ان صورت ۾ اسان جي نئين اميچوئر ڪلب "دي سنڌ سوشل لٽرري ڊرئميٽڪ ايسوسيئيشن" اسڪول کي ساڳيءَ تاريخ ناٽڪ ڪري ڏيڻ جو انجام ڏنو". مطلب تہ نہ صرف ٿوري وقت ۾ خانچند دريانيءَ چاٽايل عنوان وارو ناٽڪ لکي ورتو، پر تيار بہ ڪري ڏيکاريو. هن ڊرامي ۾ هندو مسلم اتحاد تي گهڻو زور ڏنو ويو آهي ۽ انگريزن کان نفرت ڏيکاريل آهي. هن ۾ پدمني نالي نوڪرياڻي پنهنجي مسلمان مالڪ جي جان بچائڻ لاءِ هر ممڪن ڪوشش ڪري ٿي. هڪ سٺي سماجي ڪهاڻيءَ سان گڏ هن ۾ آزاديءَ جو فڪر بہ سمايل آهي.

**پدمڻي**: "پدم" سنسڪرت جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "ڪنول جو گل" يا "گل نيلوفر". هن گل جي نزاڪت ۽ سونهن جي لحاظ سان سنسڪرت ۾ نازڪ ۽ حسين عورت کي "پدمڻي" جو صفاتي نالو مليو ۽ جنسيات جي لحاظ سان عورت جي چئني قسمن ((1) پدمڻي، (3) چترڻي، (3) سنکڻي، (4) هستڻي) ۾ "پدمڻي" قسم جي عورت کي سيني جو سرتاج ڪري مڃيو ويو آهي. هنديءَ ۾ "پدمني" جو تلفظ ڦري "پدمڻي" ٿيو. جيئن جنسياتي نظريي جي مؤجدن "پدمڻي" قسم جي عورت جون وصفون لکيون، تيئن سگهڙ شاعرن بہ پنهنجي تخيل جو ڪؤنتل ڪُڏايو ۽ "پدمڻي" عورت جي حُسن جون خاص خوبيون بيان ڪيون.

سنڌ ۾ "پدمڻي" جي وصفن بابت جيڪي شعر مشهور آهن، تن جي ابتدا اسان جا سگهڙ اڪثر هڪ خيالي قصي سان ڪندا آهن، جنهن جو حاصل مطلب هيءُ آهي تہ اڪبر بادشاهہ بيربل کي پنهنجي حرمسراءِ ۾ وٺي ويو، انهيءَ لاءِ تہ هو فيصلو ڪري تہ حرمسراءِ جي راڻين مان ڪا پدمڻي بہ آهي يا نہ؟ اڪبر جهہ چوندہ زالون هڪ هٽي پويان بيربل کي ڏيکاريون ۽ هن هر هڪ بابت نظم جي هڪ مصرع ۾ جواب ڏنو تہ انهن مان ڪابہ پدمڻي ڪانهي:

"کهي بيربل سڻو شاهہ اڪبر اِسي گهر نهين نار پدمڻي."

درحقيقت نظم جون اهي مصرعون ڪنهن سگهڙ شاعر جي تخيل جو نتيجو آهن، جنهن ۾ هن نشست برخواست جي ڪن خاص سنجيده وصفن کي مدنظر رکي "پدمڻي" ۽ ٻين عام رواجي عورتن جو فرق بيان ڪيو آهي، انهن مصرعن جو مٿئين قصي سان ڪوبہ خاص تعلق ناهي. اهي مصرعون هي آهن:

پدمڻي تو پلڪ نيندر، پهر نيندر ڪامڻي،
اڌ رات جاڳي اِستري، اور سورج جاڳي سنکڻي.

[پدمڻي اهڙي نازڪ ۽ ٿور-ننڊي (شب خيز) آهي، جو ان جي ننڊ هڪ پلڪ کن مس آهي، جيڪا عورت هڪ پهر ننڊ ڪري سا پدمڻي نہ چئبي، پر "ڪامڻي" يا هڪ چڱي معياري عورت چئبي، ۽ جيڪا عورت بہ پهر ننڊ ڪري ۽ اڌ رات جو جاڳي، سا جڻ استري ۽ عام رواجي عورت آهي، ۽ جيڪا سجي رات سمهي ۽ سج اڀريي اک پٽي، سا "سنکڻي" يعني خالي نالي جي عورت آهي.]

پدمڻي تو پَوَن جاڳي، پائون جاڳي ڪامڻي،
سڌ جاڳي استري، اور سَٽ جاڳي سنکڻي.

[پدمڻي ايڏي حساس آهي، جو ٿوري تيز هوا لڳڻ سان سجاڳ ٿيو پوي، جيڪا پير جي اشاري سان سجاڳ ٿئي، اها "ڪامڻي" آهي، جيڪا سڌ سان جاڳي اها عام رواجي استري آهي، باقي جنهن کي سَٽ ڏئي پَٽي سجاڳ ڪجي، سا خالي نالي جي عورت آهي.]

پَدمڻي تو پانچ تولا، ڏَس جِيمي ڪامڻي،
اڌ پاءَ جيمي استري، سير جِيمي سنکڻي.

[پدمڻيءَ هڪ وقت تي پنج تولا اَن ڪائيندي آهي، جيڪا ڏهہ تولا کائي سا ڪامڻي چئبي، جيڪا ويلي تي اڌ پاءَ ڪائي، سا عام رواجي عورت آهي ۽ جيڪا هڪ سير جيترو اَن ڪائي، سا ڪامڻي يعني رڳو نالي جي عورت آهي.]

پدمڻي تو سات برسي، پانچ برسي ڪامڻي،
تين برسي استري، اور بارهن ماسي سنکڻي.

[پدمڻي ستن ورهين بعد ٻار ڄڻي، جيڪا پنجن ورهين بعد ٻار ڄڻي سا ڪامڻي چئبي، جيڪا ٽن ورهين جي وٿيءَ بعد ٻار ڄڻي سا عام رواجي عورت آهي، باقي جيڪا ٻارهين مهيني ٻار ڄڻي، سا خالي نالي جي عورت آهي.]

پدمڻي تو هَنس چالي، گَج چالي ڪامڻي،
مور چالي استري، ڍور چالي سنکڻي.

[پدمڻي هلي تہ ڄڻ هنج وانگر ٽلي، جنهن جي هاٿي (گَنج) جهڙي سهڻي چال آهي سا ڪامڻي آهي، جا مور وانگر هلي سا استري چئبي، باقي جا ڍورن وانگر هلي، سا خالي نالي جي زال آهي.]

پدمڻي تو ڪڙيا ڪيسي، ڪڙيان ڪيسي ڪامڻي،
ارهہ ڍڪي استري، اور ڪَنان ڪيسي سنکڻي.

[پدمڻي عورت اها آهي جنهن جا ڊگها (ڪيس) وار پويان ڪڙين تي پيا پون، جنهن جا وار چيلهہ تائين بيهن، سا "ڪامڻي" چئبي، جنهن جا وار اُرهہ ڍڪي بيهن سا عام رواجي استري آهي، باقي جنهن جا وار ايترا ڇوٽا هجن، جو ڪَنن تائين پهچن، سا تہ خالي نالي جي عورت آهي.]

مٿين دوهن تي غور ڪرڻ سان معلوم ٿيندو تہ اهي شاعرن جي تخيل جو نتيجو آهن، "پدمڻي تو هنس چالي" وارو فقرو اصلي آهي ۽ غالباً ان کان متاثر ٿي سگهڙن مٿيون مصرعون ٺاهيون آهن. هنن مصرعن جي زبان مارواڙي ۽ ڍاٽڪيءَ سان ملندڙ جلندڙ آهي، ان ۾ ڪجهہ لفظ يعني: اڌ رات، سڌ، سٽ، اڌ سير، ڍور، ڪڙيان، ۽ ڍڪي سنڌيءَ جا آهن ۽ ٻيا مارواڙيءَ ۽ ڍاٽڪيءَ جا آهن. انهن اهڃاڻن مان معلوم ٿئي ٿو تہ اهي دوها غالباً سنڌ جي ٿر واري پاسي جي سگهڙن/ شاعرن جا ئي جوڙيل آهن.

**پدن شرما**: ليکڪ ۽ اداڪار پدن شرما جو جنم 20 جولاءِ 1942ع ڏاري خيرپور ۾ ٿيو. تعليم ايم. اي ۽ ايل ايل بي اٿس. سنڌس خاص لاڙو ڪهاڻيءَ ڏانهن رهيو آهي. اداڪار طور ڪيترن سنڌي ۽ هندي ناٽڪن: 'گهر جمائي'، 'انوکي ڪهاڻي'، 'هيءُ ڇا ٿيو'، 'تنهنجوئي آڌار' (سنڌي) ۽ 'هم وطن' (هندي) وغيره ۾ ڪم ڪري چڪو آهي. سنڌس ڪجهہ ڪهاڻيون 'سنڌو سماچار' ۽ ٻين اخبارن ۾ شايع ٿيل آهن.

**پڏرنامو** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب جي. ٽي. ملڪاڻيءَ جو لکيل آهي. ڊبل رائل سائيز واري هن ڪتاب ۾ صفحا ۽ قيمت ڄاڻايل نہ آهي. گورنمينٽ پريس ڪراچيءَ، سال 1932ع ۾ ڇپايو.

**پڏڙي/ پڏڙيءَ جي رسم**: شاديءَ ۽ مڱڻي کان اڳ سڱاوتيءَ جي ڳالھ پڪي ٿيڻ واري رسم، جنهن ۾ مٺائي ورهائي ويندي آهي. هيءَ مڱڻي کان اڳ جي رسم آهي، جڏهن گهوٽيتا ۽ ڪنواريتا ڇوڪري ۽ ڇوڪريءَ جي شاديءَ لاءِ راضي هوندا آهن، تڏهن پڪي يا پڏري ڳالھ ڪرڻ لاءِ گهوٽيتا (گهوٽ، هڪ ٻہ مرد ۽ ٻہ ٽي زالون) گڏجي ڪنواريتن وٽ ايندا آهن ۽ اتي اچي رات رهندا آهن. ان جو مقصد اهو هوندو آهي تہ جيڪڏهن ڪنواريتن کي گهوٽ نہ ڏٺل هجي يا ان کان ڪا ڳالھ پڇڻي هجي تہ ان رات اهو سڀ ڪجھ ڏسندا ۽ پڇندا. گهوٽيتا وري ڪنوار بابت اهڙي ڳالھ ڏسندا ۽ پُڇا ڪندا. انهيءَ ميل جول کان پوءِ جيڪڏهن راضي ٿيا تہ ٻئي ڏينهن وڃڻ وقت گهوٽيتا مٺائي گهرائي ورهائيندا آهن ۽ ڪنوار کي پئسا خرچيءَ طور ڏيندا آهن ۽ ڪٿي ڪٿي گهوٽيتن پاران ڪنوار لاءِ ڪپڙا بہ ڏنا ويندا آهن. هيءَ رسم سنڌ جي هندن توڙي مسلمانن ۾ عام آهي. پڏڙيءَ جي موقعي تي ڪنوار کي 'پوتي' پارائي پڏري ڪئي ويندي آهي.

**پڏريو**: تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديھ جو نالو، جنهن ۾ الهڏنو مهر، وريام مهر ۽ احمد درس ڳوٺ شامل آهن.

**پڏريو**: پڏريو نالي هڪ ترائي بہ آهي، جيڪا گهاٽي مٽي ڪٽڻ ڪري اصل حيثيت ختم ڪري چڪي آهي. ساڳئي نالي سان ٻيو ڳوٺ ضلعي ۽ تعلقي سانگهڙ جي ديھ "ٻڪار" ۾ آباد آهي.

**پَڊُ**: آڳاٽي قتل ڳوٺ يا شهر واري زمين کي پڊ چئبو آهي. هن نالي سان سڪرنڊ ۽ ميرپور بٺوري تعلقن ۾ ديهن جا نالا موجود آهن. ڪيترائي ڳوٺ ۽ شهر پڊ جي نالي سان مشهور آهن. جهڙوڪ: پڊعيدن، پڊ بهرام، پڊ جمال شاهہ.

**پڊ رام ديالي**: ضلعي ٽنڊي محمد خان ۾ هڪ ديھ، جنهن ۾ فضل احمد نظاماڻي، گامورا ڳوٺ ۽ الهداد ڳاهو ڳوٺ شامل آهن.

**پڊ عيدن**: ضلعي نوشهري فيروز ۾ واقع هيءَ تاريخي شهر ميرن جي صاحبيءَ ۾ آباد ٿيو هيءَ شهر پنهاڻي ذات جي ديوان عيدن مل نالي هڪ زميندار آباد ڪيو جيڪو شروع ۾ 'پٽ عيدن' ۽ پوءِ 'پڊ عيدن' جي نالي سان مشهور ٿيو. شروعات ۾ هيءَ فقط هڪ ننڍڙو ڳوٺ هو جنهن ۾ پنهاڻي ذات وارا ديوان عيدن مل ۽ ان جا ڪي خاص عزيز رهندا هئا. ميرن جي صاحبيءَ تائين هيءَ شهر ڳوٺ جي صورت ۾ رهيو پر انگريزن جي سنڌ تي قبضي ڪرڻ بعد جيئن سڄي سنڌ ۾ معاشي، سماجي ۽ ڪي ٻيا سڌارا آندا ويا، تہ هن ڳوٺ بہ ترقي ڪئي. انگريزن جي اچڻ کان اڳ هن ڳوٺ جي آبادي ڪل 485 ماڻهن تي محيط هئي. پر انگريزن اچڻ شرط ريلوي لائين وڇائي جنهن لاءِ هن شهر کي جنڪشن جو درجو ڏنو ويو آبپاشيءَ کاتي جا بنگلا، آفيسون جوڙايون ويون. خاص طور نارو شاهہ واہ محراب پور فيڊر ريلوي لائين وڇائجڻ سان هن شهر جو ويجهن وسندين سان تڪڙو رابطو جڙيو ۽ هيءَ شهر تڪڙي ترقي ڪرڻ لڳو. ورهاڱي کان اڳ ۾ هندو خواهہ مسلمان ميٺ محبت سان هن شهر ۾ رهندا هئا ۽ هندن جو وڏو انگ هتي آباد هو پر ورهاڱي ٿيڻ سبب هتي جا هندو هندستان جي مختلف شهرن ڏانهن لڏي ويا ۽ وڏي انگ ۾ هندستان کان ايندڙ مهاجر، شهر ۽ ان جي پرپاسي ۾ آباد ٿيندا ويا. هن شهر جي آدمشماري تمام گهڻي وڌي وئي. ورهاڱي کان پوءِ پڊعيدن شهر ۾ ڪافي ترقياتي ڪم ٿيا، روڊ رستا پڪا، سرڪاري عمارتن ۾ اسڪولن، اسپتالن جو قيام پڻ رکيو ويو. هن وقت پڊ عيدن کي يونين ڪائونسل جو درجو مليل آهي. جڏهن تہ هتي بئنڪون، اريگيشن کاتي جون آفيسون، ٽيليفون، گرڊ اسٽيشن، ڪاليج، هاءِ اسڪول، ٽيڪنيڪل تعليم جو ادارو، ريلوي اسٽيشن (جنڪشن) وغيره موجود آهي. هن وقت هن شهر جي آبادي 25 هزارن جي لڳ ڀڳ آهي، جڏهن تہ 16800 ماڻهو ووٽن لاءِ رجسٽرڊ ٿيل آهن. پڊ عيدن جيئن تہ ساهتي واري خطي ۾ آباد آهي، تنهنڪري هتي لاڙ کان وڌيڪ ۽ اتر کان گهٽ گرمي هوندي آهي. ان جي ئي پيش نظر هتي گهٽ ۾ گهٽ گرمي پد 26.5 ۽ وڌ ۾ وڌ 51.6 سينٽي گريڊ رڪارڊ ٿيل آهي. پڊ عيدن علمي، ادبي ثقافتي لحاظ کان پڻ سنڌ جي اهم شهرن ۾ شمار ٿئي ٿو. لوڪرام ڏوڏيجا، ڪاڪي ڀيرو مل هن شهر تي خوب لکيو آهي. هتي ڪيترائي پراڻا کوھ اڄ بہ موجود آهن. شهر جي چوڌاري زرعي زمين آهي، جتي ووٽڻ، ڪڻڪ، ڪمند، سارين، تر، گوار، طرحين طرحين ڀاڄيون، انب، ڪيلا، ڪجيون، ليما وغيره وغيره پلئون پل ٿين ٿا. شهر ۽ پرپاسي ۾ جملي 8 مسجدون، 9 مدرسا آهن. هن شهر ۾ سنتوشيءَ جو مندر، رامديو پير جو مندر ۽ سوائي ڪيولرام جو آستانو موجود آهن. جيڪي ماضيءَ ۾ هندن جي اهم عبادتگاهن ۾ شمار ٿيندا هئا، پر هندن جي ساڻيھ کان موڪلائڻ سبب اهي يادگار هينئر ناهن رهيا. پڊ عيدن ۾ ابڙا، اڄڻ، آريجا، انصاري، بروهي، ٻڙدي، پتا، پتي، خاصخيلي، پنيرا، ٽنيا، پلھ، پيرزادا، جانوري، جوڪيا، جويا، چانڊيا، چانگ، چنا، چوهاڻ، آرائين، سولنگي، سومرا، سيال، سيد، راشدي، عالماڻي، ڪوري، شيخ، مري، مگريا، ميگهواڙ، هنگورا، مير بحر، ميمڻ ۽ ڪن ٻين ذاتين وارا پڻ رهن ٿا. شهر ۾ ڪل 27 پاڙا ۽ ڪالونيون آهن. هتي ڪيترن ئي بزرگن ۽ اهل الله درويشن جون درگاهون آهن.

هتي آخوند محمد حسين سومرو، پروفيسر نارائڻ داس پنهاڻي، گهنشام داس رامنداس پڳت، پورن ڪتواڻي سمايل، رميش ڪرناڻي، پمن مل جهڙا ڪيترائي اديب هئا، جيڪي ورهاڱي بعد هندستان لڏي ويا. زوار محمد صالح رستماڻي، استاد ٻچل ٻبوس، منصور ملڪ، محمد انس راڄپر، فقير يوسف ملاح، غلام حيدر لاشاري، عبدالرزاق فولاد انصاري، سيف الله جويو وغيره جهڙا ٻيا بہ شاعر ۽ اديب هن شهر جا رهواسي آهن. هتان جي ماڻهن انڊين نيشنل ڪانگريس، مسلم ليگ، خلافت تحريڪ جي سياسي محاذن تي ڀرپور ڪم ڪيو ۽ اڄ بہ پيپلز پارٽي، جيئي سنڌ قومي محاذ، ڪن ٻين پارٽين جي پليٽ فارم وسيلي سياسي طور سجاڳ آهن. اڄين چوڻ ۾ ڪو بہ وڌاءُ نہ ٿيندو تہ پڊ عيدن شهر ساهتي پرڳڻي جو اهم شهر آهي.




**پڊعيدن تواريخ جي آئيني ۾** (ڪتاب): سنڌ جي قديم شهر پڊعيدن جي تاريخ تي مشتمل هيءَ ڪتاب زاهد حسين سومري لکيو آهي. هن ڪتاب ۾ پڊعيدن شهر سان گڏ پرپاسي جي ڳوٺن واهڻ، وستين جو ذڪر ڪيل آهي، نہ فقط ايترو، پر پڊعيدن شهر جن بہ ارتقائي دورن مان گذري حال کي رسيو آهي، ان جو ذڪر ۽ شهر سان

وابستگي رکندڙ صوفي بزرگن، سياستدانن، قانون جي ماهرن، مشاهيرن، سگهڙن، فنڪارن، سماج سڌارڪن، صحافين توڙي مدرسن، علمي ڪتب خانن، اسڪولن، ڪاليجن، مسجدن، مندرن، دڪانن، قبرستانن ۽ مسانن سميت ليکڪ ته شهر جي هر ڳالهه کي يڪجاءِ ڪري تاريخي ماخذ بڻائي ڇڏيو آهي. ڪتاب ۾ ڪل 9 باب آهن، جن ۾ مٿي ڄاڻايل مواد کي درج ڪيو ويو آهي. ڪتاب جي ارپنا ليکڪ پاران سنڌ جي مورخ ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائيءَ کي ڪئي وئي آهي. ڪتاب جو مهاڳ پڻ ڊاڪٽر خانائيءَ لکيو آهي. سپ پبليڪيشن نوابشاهه پاران جنوري 2010ع ۾، پڪي جلد سان، ڊيمي سائيز ۾ ڇپايل، هن ڪتاب جي قيمت 200 روپيا ڄاڻايل آهي ۽ هن ڪتاب ۾ ڪل 222 صفحا آهن.

**پدار:** هنن ماڻهن جي پڪي تاريخ نه ٿي ملي، پر اهي ڏندڪٿائن موجب پاڻ کي پدار يعني پوڄاري سڏائيندا آهن. هي هنگلاج ماتا جا پوڄاري آهن، جنهن جو آستان بلوچستان ۾ آهي. ڪنهن زماني ۾ سنڌ ۾ هن ذات وارا شاهوڪار رهيا آهن، پر ڪن اڻڄاتل سببن ڪري هو ميواڙ طرف هليا ويا، اتي ڏڪار پيو ته هنگلاج ماتا کين واپس سنڌ وڃڻ جي موڪل ڏني، آهستي آهستي هو پنتي موٽندا ويا. آخر سنڌ مان لڏي، سوراشٽر ۾ وڃي وسيا. هنن جي رسم رواج ۽ رهڻي ڪهڻيءَ مان لڳي ٿو ته اهي 'سمنڊ ڪيڙائو' رهيا آهن. هڪ انومان اهو به معلوم ٿيو آهي ته ڪنيات تائين وهندڙ سنڌو نديءَ جو وهڪرو بدليو يا سرسوتي ندي سُڪي، تنهن وقت هيءَ ذات هتي ئي رهندڙ هئي ۽ اجا پڻ رهي ٿي. سندن ڪٿائون ٻڌائين ٿيون ته سندن وڏا سنڌ کان اچي هتي رهيا هئا. هو گول قبن جي شڪل واريون جهوپڙيون جوڙي رهندا آهن. مڇي مارڻ، پکين جو شڪار ڪرڻ، ٻيڙيون هلائڻ، چوپايو مال چارڻ ۽ مزدوري ڪرڻ سندن پيشو آهي. رنگ جا ڪارا، پر مضبوط ۽ بهادر آهن، پر نه هو راجپوت آهن، نه ڪولهي، رنگ ۽ ڳڻ جي خيال کان هو ٻنهي جو ميلاپ لڳندا آهن.

لالاٽي، پانچاٽي، ساپرا، دوٽڙا، سامنيا، ٻڌواٽي، ڏاپي، ناڳٽي، مير، راجپرا، ڪليريا وغيره سندن مکيه اکهيون آهن. سوراشٽر سرڪار طرفان شايع ڪرايل گزيٽيئر ۾ لکيو ويو آهي ته: "پدار لوڪ، سنڌ جي سامونڊي ڪناري يا سنڌونديءَ جي ڪناري ويجهو رهندا هئا ۽ بعد ۾ هتي سوراشٽر ۾ اچي آباد ٿيا."

**پَرَ:** ڪجهه جاندار اڏامڻ جي سگهه رکندا آهن، جيئن جيت، چمڙا ۽ پکي، انهن ٽنهي جاندارن مان صرف پکي اهڙو جاندار آهي، جيڪو مضبوط ۽ تکن پرن (Wings) سبب اڏامڻ جي سگهه رکي ٿو. سندن اڏام جي تکي ۽ مضبوط اڏام جو راز صرف پرن جي نموني يا جوڙ ۾ رکيل آهي. پر ڪنين جو مجموعو آهن، جيڪي هلڪا، مضبوط ۽ لچڪيدار ٿيندا آهن. ساڳئي وقت اڳيان کان پنتي ڪجهه مڙيل به ٿين ٿا، انهيءَ موڙ سبب پر هوا کي جهلڻ لائق ٿيو پون، جيئن هوائي جهاز ۾ هوندو آهي ۽ جهاز وانگر ڪيس هوا ۾ اڳتي ڌڪيندا آهن. پکين جا پر سندن ماحول، جاگرافي، طبعي ۽ حياتياتي سببن ڪري مختلف نمونن ۽ رنگن جا ٿين ٿا، پکيءَ جي پرن ۾ ايتري سگهه ٿئي ٿي، جو اهي نه رڳو پکيءَ جو بار کڻن ٿا، پر ساڳئي وقت پکي، جيڪڏهن ڪو ڪاڏو يا ٻيو ننڍو وڏو ٿمر کڻي ٿو ته ان کي به کڻڻ جي قوت رکن ٿا. پرواز دوران پر نه صرف هوا کي پٺيان ۽ هيٺ اڇلائيندا آهن، پر پکين ۾ پرواز جي سگهه به پيدا ڪندا آهن. بنيادي طور پرن ۾ ٻن قسمن جا ڪنپ لڳل آهن. هڪڙا ٻاهريان ڪنپ، ٻيا اندريان ڪنپ (Down Feather) ٿيندا آهن. هيٺيان پر ننڍا ۽ نرم ٿيندا آهن، جيڪي مختلف ڊيگهه ۽ ويڪر جا پَرن جي هڏيءَ ۾ مختلف هنڌن تي لڳل ٿين ٿا ۽ مختلف وقتن تي مختلف ڪمن لاءِ کلن ۾ بند ٿين ٿا. پَرَ ۾ هيٺيون هڏيون هونديون آهن. (1) پهرين آڱر (First Finger)، (2) ٻي آڱر (Second Finger)، (3) ڪرائيءَ جو هڏو (Wrist bone)، (4) آڱوٺو (Thumb)، (5) اڳين هڏي (Fore arm bone) ۽ (6) پرجو اڳين هڏيءَ جو حصو.








پَرجون هڏيون

انساني هڏيءَ کان پَر ٿورو ئي مختلف ٿئي ٿو، جيڪو هيٺ ڄاڻايل تصوير مان ظاهر ٿيندو.

پکي پَرن سان نه صرف وڏو سفر طئه ڪري سگهن ٿا. پر ڪنين جي مخصوص بناوت سبب ڪيترو وقت هوا ۾ هڪ هنڌ بيهي سگهن ٿا، ڪيترين حالتن ۾ دشمن کي هوا ۾ گوهوبون ڏئي، ان کان پنهنجي جان بچائي سگهن ٿا.

پکين جا اڪثر قسم سال ۾ گهٽ ۾ گهٽ هڪ دفعو پراڻا ڪنپ ڇاڻي ڇڏيندا آهن. جن جي جاءِ تي نوان ڪنپ نڪرندا آهن. نر ۽ مادي پکين جي پرن جي ڪنپ جو رنگ اڪثر مختلف ٿيندو آهي. جنهن مان سندن سڃاڻپ ٿيندي.

**پراتيا ديوي سنگهه:** ڀارت جي موجوده صدر ۽ پهرين خاتون صدر طور چونڊيل پراتيا ڏيءُ نارائڻ پگلو راٺو. 13 ڊسمبر 1934ع تي مهاراشٽر ۾ ڄائي. شروعاتي تعليم آر. آر. اسڪول جلگائون ۾ حاصل ڪيائين. ايم. اي. مولجي جيٺا 'ايم. جي



ڪاليج' جلگائون مان ڪيائين. جڏهن ته قانون جي ڊگري گورنمينٽ لا ڪاليج ممبئيءَ مان ورتائين. هن پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز 1962ع کان ڪيو شروع کان وٺي ڪانگريس پارٽيءَ سان لاڳاپيل رهي آهي. سندس شادي 1965ع ۾ ڊاڪٽر ديوي سنگهه رام سنگهه شيکاوت سان ٿي، جنهن مان کيس هڪ نياڻيءَ جو اولاد آهي، جنهن جو نالو جيوتي آهي. پراتيا ديوي سنگهه شروع کان وٺي نهرو- گانڌي خاندان جي حمايتي رهي آهي. 1977ع ڌاري جڏهن اندرا گانڌيءَ کي گرفتار ڪيو ويو ته ان عمل خلاف ملڪ اندر ٿيل احتجاج دوران پراتيا کي به گرفتار ڪري 10 ڏينهن جيل ۾ رکيو ويو. هوءَ پنهنجي اليڪشني تڪ جلگائون مان مسلسل چونڊ کٽيندي رهي آهي. هوءَ سياحت ۽ سوشل ويلفيئر کاتن جي وزير به رهي چڪي آهي. شاگرديءَ واري دؤر ۾ پراتيا ٽيبل ٽينس جي بهترين رانديگرياڻي هئي ۽ ڪاليج طرفان ڪيترين ٽورناميننٽن ۾ ڪامياب ٿي.

هوءَ سبزي خور (Vegetarian) آهي. پراتيا ديوي سنگهه ڪيترن ئي فلاحي ۽ سماجي ڪمن ۾ سرگرم رهي آهي. ڪيس 2007ع جي صدارتي چونڊن ۾ 65.82 سيڪڙو اڪثريت جي حمايت حاصل ٿي ۽ هن 25 جولاءِ 2007ع تي ڀارت جي 12هين صدر طور حلف کنيو.

**پراچين سنڌو سڀيتا جو نظارو** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب دوارڪا پرساد روچيرام شرما جو لکيل آهي، جنهن ۾ سنڌ جي قديم تاريخي شهرن ۽ ماڳن مڪانن جو ذڪر ڪيل آهي. ڪرائون سائيزواري هن ڪتاب ۾ 119 صفحا آهن ۽ ان جي قيمت هڪ رپيو اٺ آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، تاج محل اليڪٽرڪ پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان ورهاڱي کان اڳ ڇپيو هو.

**پَرارُ/ پَراڙُ**: درياهه، ڍنڍ ۽ واهه وغيره جي پرئين ڪناري کي پرار چئبو آهي.

شاهه لطيف ۽ شيخ اياز جي شاعريءَ ۾ 'پراڙ' ۽ 'پرار' لفظ جون ٻئي صورتون ڪم آنديون ويون آهن:

پراٺان پراڙَ، نيئي اَڏج نجهرا! (شاهه)

پرارَ تي ڪا پُڪار آهي، مگر اُڳيان تڪَ تار آهي. (اياز)

**پرارٿنا جو ڪتاب** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب روچلداس جو لکيل آهي، جنهن جي قيمت هڪ آنو ڄاڻايل آهي. هي ڪتاب ليڪ مجتبائي پريس لاهور مان سال 1890ع ۾ ڇپايو.

**پرارٿنا جي مهما** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ٺهلرام آسودي مل جو لکيل آهي. رائل سائيزواري هن ڪتاب ۾ 23 صفحا آهن. سال 1938ع ۾ ڇپيو.

**پرارٿنا مالا** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب انيتا ڀاوناڻي، ديوناگري لپيءَ ۾ لکي ڇپايو، جنهن جي قيمت 2 آنا لکيل آهي. وديا ونود پريس ڪراچيءَ مان، سال 1878ع ۾ ڇپيو.

**پراڙا**: هڪ ذات جو نالو آهي. لاڙ ۾ 'پراڙن' جو ڳوٺ اُن هنڌ تي هوندو هو، جنهن کي هن وقت "خيرپور گنبو" سڏين ٿا.

**پراڪرت** (ٻولي): پراڪرت جو لفظ "پَرڪرتي" يعني "فطرت" مان نڪتو آهي. پراڪرت اولهه هندستان جي لوڪن جي اصلوڪين ٻولين جو گڏيل نالو آهي. هر خطي جي پنهنجي پنهنجي پراڪرت هئي ۽ ان جو پنهنجو نالو هو. پراڪرت ٻوليءَ جو هڪ عوامي روپ هو. ڪن عالمن جو خيال آهي ته پراڪرت، سنسڪرت مان نڪتل ٻولي آهي، پر ٻنهي ٻولين ۽ ادب جي گڏيل پهلوئن تي غور ڪرڻ کان پوءِ عالم اهو خيال ڏيکارين ٿا ته پراڪرت، سنسڪرت ٻوليءَ مان نه نڪتي آهي، ڇو ته سنسڪرت 'سنواريل ٻولي' (Refined Polished Language) آهي، جڏهن ته پراڪرت جو وڏو ماهر هيم چندر انهيءَ نُڪتي جي حمايت نٿو ڪري. ان جي باوجود ڪيترائي عالم اهو سمجهن ٿا ته پراڪرت ۽ سنسڪرت ٻنهي ٻولين جون صورتون برابر هڪ ئي وقت ڳالهايون وينديون آهن. البت پراڪرت عام ماڻهن ۽ سنسڪرت اوچين ذاتين ۽ پنڊتن جي ٻولي هئي، ان جو ثبوت اسان کي سنسڪرت جي ڊرامن مان ملي ٿو، جن ۾ راجائن ۽ اُچي پد وارن جي ٻولي سنسڪرت آهي سپاهي ۽ عام ڪارندا پراڪرت ڳالهائيندڙ آهن.

نيمي ساڌوءَ جو خيال آهي ته، سنسڪرت ۽ پراڪرت ۾ 95 سيڪڙو لفظ پنهنجي اصل صورت ۾ گڏيل آهن ۽ گرامر/ صرف و نحو جي لحاظ کان به انهن جو استعمال ساڳيو آهي، ان جي باوجود پراڪرت عام ماڻهن جي ابتدائي ٻولي آهي. ايستائين جو سڀ کان قديم ادب، يعني ويدن ۾ به پراڪرت جا لفظ ۽ انهن جون وياڪرڻي صورتون موجود آهن. سنسڪرت لفظ/اصطلاح جو ذڪر پنڊت پاڻينيءَ جي تصنيف "شِڪشا" ۾ ڪيو ويو آهي، جيڪا گهڻو پوءِ جي تصنيف آهي، جنهن ۾ پراڪرت جا ڪيترا لفظ شامل آهن. هندي ٻوليءَ ۾ جيڪي لفظ استعمال ڪيا وڃن ٿا، انهن مان گهڻا ٺيٺ پراڪرت ٻوليءَ جا آهن، مثال طور: پاڻي، گهوڙ، ڇري، پٽر، ڪتو ۽ ڏڳو ۽ واري وغيره. ڪيترا عالم پراڪرت تي سنسڪرت جي اثر کي واضح ڪرڻ لاءِ بي شمار مضمون لکي چڪا آهن، پر انهن مان پراڪرت ٻوليءَ کي وڏيڪ مدد ملي آهي. پروفيسر هرٽل جو خيال آهي ته "پنج تني" شروع ۾ پراڪرت ۾ لکيو ويو هو.

عام طور پراڪرت ٻوليءَ کي ٽن دؤرن ۾ ورهايو ويو آهي: هڪڙو پالي دؤر: جنهن جو زمانو ٻڌ جي دؤر کان شروع ٿي، عيسوي سن جي اوائل تائين پهچي ٿو. ٻيو پراڪرت جو زمانو، پهرين صدي عيسويءَ کان 600ع تائين آهي. ٽيون اپڀرنش (ڳاڏڙ ٻوليءَ) جو زمانو آهي، جيڪو 1100ع تائين هلي ٿو. ڀارت جي ماهرن، پراڪرت جا ست قسم ڳڻايا آهن: شورسيني، ماگڌي، اردگامڌي، داڪشي ناتيا، واهه ليڪي، اونتي ۽ پراچيه. صرف و نحو (وياڪرڻ) جي ماهر چاڻڪيه، ان ۾ مهاراشٽري، پئشاچي ۽ اپڀرنش جو اضافو ڪيو آهي. ورچيءَ، مهاراشٽري گرامر تي نوَ (9) باب لکيا آهن ۽ ٽي باب پئشاچيءَ، ماگڌيءَ ۽ شورسينيءَ لاءِ مخصوص ڪيا آهن. "ساهتيه درپن" ۾ 12 قسمن جي پراڪرتن جو ذڪر آهي، جنهن ۾ شاڪري، دراوڙي، اڀيري ۽ چانڊاليءَ کي به شامل ڪيو ويو آهي، پر ٻوليءَ جي انهن شاخن سان پنج پراڪرت ٻولين سني ادب جي سني ذخيري سان مالا مال آهن. دراوڙي ته ڪنهن به صورت ۾ پراڪرت جي شاخ نه آهي.

**مهاراشٽري**: هيءَ ڪافي معياري پراڪرت هئي، ادبي پراڪرت جا 80 سيڪڙو ڪتاب، هن ٻوليءَ ۾ لکيل آهن. پنجين ۽ ڇهين صديءَ ۾ پراڪرت وڏيڪ وسيع پئماني تي پکڙي هئي.

**شورسيني**: متُرا لڳ، شتروگهن جي حڪومت ۾ هيءَ ٻولي ڳالهائي ويندي هئي، جيڪا "برج ڀاشا" مان نڪتل آهي، جنهن مان 'جديد هندي' ٻولي نڪتي آهي. جاگرافيائي حوالي سان مڌيه پرديش سان تعلق رکڻ سبب هينئر اها ٻولي تمام گهٽي ڳالهائي وڃي ٿي.

**ماگڌي**: هيءَ ٻولي اوڀر- بهار ۾ ڳالهائي ويندي هئي ۽ جديد "ماگڌي" اُن مان نڪتي آهي. ٻڌمت وارن پنهنجي تعليم لاءِ هن ٻوليءَ کان مدد ورتي هئي. هن جي اوائلي شڪل کي "پالي" چيو وڃي ٿو. مهاراجا اشوڪا جي دؤر ۾ اڪثر رياستن جي هيءَ ئي ٻولي هئي. هن جا نشان اوڀر ۽ اولهه ۾ حڪومتن پاران نصب ڪيل پٿرن تي ڏنا ويا آهن.

**اردماگڌي**: هن ۾ شورسيني ۽ ماگڌيءَ جي وياڪرڻ (گرامر) جون خصوصيتون آهن، ان لاءِ هن کي اردماگڌي چون ٿا. اَوڌ ۽ يوج پور ۾ اها ئي اوائلي ٻولي ڳالهائي ويندي هئي.

**پئشاچي**: هن جي اصلي صورت کي معلوم ڪرڻ ڏاڍو مشڪل آهي. ٻڌن جي "ستاويد وادي" ڪتاب هن ٻولي ۾ هئا. "دش روپڪ" چوي ٿو ته هيءَ ٻولي ننڍيءَ ذات جي ماڻهن ۾ ڳالهائي ويندي هئي. واڳهه ڀٽ چوي ٿو ته: هيءَ ٻولي ٽن قسمن جي هئي، جيڪا بلوچستان ۾ ڳالهائي ويندي هئي: پنچا، پنجاب ۽ اتر پرديش ۾ به ڳالهائي ويندي هئي. هارنل جو چوڻ آهي ته پئشاچي دراوڙي ٻولي آهي. هن ٻوليءَ جا ڪجهه مثال حڪومتي فرمانن وارن پٿرن تي

اُڪريل چيني ترڪستان، ڪافرستان ۽ گنڌارا ۾ موجود آهن. هن ٻوليءَ ۾ دراوڙي حرف صحيح ”ڙ“ يا ”ڙا“ جو استعمال ٿئي ٿو جيڪو هنديءَ ۾ نہ آهي، البت مرهٽي، اڙيا، قديم راجستاني ۽ ابتدائي سنسڪرت ۾ آهي.

پراڪرت جي ڪن ماهرن جو خيال آهي تہ اتر هندستان جون ڪيترين ئي ڏيهي ٻوليون هن قديم ٻوليءَ جي خاص شاخن مان ڦٽيون آهن. مثال طور: ’شورسيني پراڪرت‘ مان هيئين ٻولين وجود ورتو: مغربي هندي، برج ڀاشا، راجستاني، پنجابي، پشاچي، لهندا ۽ سنڌي.

عالمن جو اهو بہ خيال آهي تہ ”برهٽ ڪٿا“، تامل ”پيرو ڪتائي“ ۽ پنج تنتر جو ماخذ آهي. هنديءَ ۾ ويدانتي، مجازي، رزميہ ڪوتائن جو بنياد پراڪرت آهي. چند وديا ۽ نظم جون ڪيتريون ئي صورتون پراڪرت جو حصو آهن. پراڪرت جي مطالعي مان اسان کي هزارين سالن جي ابتدائي تاريخ، مذهب، سماجي نظام، سياسيات، فن ۽ ثقافت جي ڄاڻ ملي ٿي.

**پُراڻُ**[1]: پُراڻ، سنڌو درياهہ جو پُراڻو ۽ قديم وهڪرو، جيڪو نواب شاهہ (هاڻي بينظير آباد)، موري ۽ سڪرنڊ تعلقن جي وچ مان نڪري، شهدادپور وٽان وهندو، ميرپورخاص شهر جي اوپر کان ٿيندو، جهلوريءَ جي اُيرندي طرف کان ٿيندو، ڪوٽ غلام محمد شهر جي الهندي پاسي کان ۽ ڏگهڙي شهر جي اوپر کان اٽڪل ٽن ميلن کان ٿيندو، ٽنڊي جان محمد شهر جي ايرندي ۽ جهڏي شهر جي الهندي پاسي کان اڳتي هلي، ميرپورخاص ۽ بدين ضلعي جي دنگ وٽان وهندي، رهمڪي بازار کان اٺ ڏهہ ميل پرتي هلندي اڳتي وڃي، لکپت بندر وٽ ڪوري ڪاريءَ ۾ عربيءَ سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪندو هو. هن وقت بہ پُراڻ نالي سان ٻن وهڪرن جا آثار ڏسجن ٿا:

(1) **ايرندو پراڻ:** هي ضلعي ٿرپارڪر کان ايندو، ڪنري، فضل ڀنبري ۽ نئين ڪوٽ کان ڦرندو، حيدرآباد ضلعي کان ٿي، ونگي پتڻ پرسان لنگهندو، ڏاڪٽي طرف رهمڪي بازار ڏانهن وڃي ٿو.

(2) **الهندو پراڻ:** هي جهڏي شهر، محراب ڳوٺ، باغ جي پتڻ ۽ جرڪس اولياءَ جي درگاهہ وٽان ٿيندو ٽنڊي شهر جي اتر طرف، ونگي پتڻ کان هيٺ چنڊڻ وٽ، ايرندي پراڻ ڊوري سان وڃي ملي ٿو. انهن ٻنهي وهڪرن جا نشان اجا تائين ملن ٿا. اهي ٻئي گڏجي، هڪ ٻئي وهڪري جي صورت ۾ ڪوري ڪاريءَ ۾ ڇوڙ ڪن ٿا.

سنڌوءَ جي وهڪري کي پراڻ ان ڪري بہ چيو ويو تہ سنڌو درياهہ پنهنجو اهو وهڪرو بدلائي ٻيو وهڪرو اختيار ڪيو اهڙيءَ طرح ڇڏيل وهڪرو پراڻو يا پراڻ ٿي ويو. سنڌ جون سڀ ڍنڍون درياهہ جون ڇڏيل پراڻ آهن ۽ جڏهن پاڻيءَ جي چاڙهہ واري مند ۾ بہ پاڻيءَ کان ڪٽيل رهيون تہ اهي ڍنڍون ٿي ويون. پراڻ کان سواءِ قديم دؤر ۾ سنڌوءَ جا ٻيا بہ وهڪرا هوندا هُئا، جن ۾ ساگرو، گهگهر، نيرو ڳنو ۽ ريڻ شامل هئا، پر جڏهن پراڻ ويران ٿيو تہ ٻيا وهڪرا بہ بند ٿي ويا ۽ لاڳاپيل شهر وگهہ ڪوٽ، روپا ۽ ساگرو بہ تباهہ ٿي ويا.

علاؤالدين خلجي جڏهن دهليءَ مان روانو ٿي سنڌ پهتو هو تہ ڪيس بہ پُراڻ تان ٽپڻو پيو ۽ هن پُراڻ پار ڪري دودي سومري سان جنگ ڪئي هئي. ان دؤران وگهہ جي واليءَ سان وڙهڻ لاءِ وري بہ کيس پراڻ ٽپڻي پئي هئي ۽ هن پراڻ جو ايرندو پاسو وٺي نئين ڪوٽ تي حملو ڪيو هو.

**پُراڻُ**[2] (ڪتابَ): هي هندن جا بنيادي ڌرمي ڪتاب آهن. جيڪي 250ع کان 1550ع تائين لکيا ويا. پُراڻ جو مطلب آهي ”قديم يا پراڻا“. جن ۾ قديم ديوتائن جون ڪهاڻيون ۽ سورمائن جا داستان ۽ تاريخ شامل آهي. اهي مهاڀارت ۽ رامائڻ جهڙن عظيم رزميہ داستانن جا وارث يا جانشين تصور ڪيا ويندا آهن. ڪُل ارڙهن پراڻ آهن، جن جا نالا ۽ لکجڻ جو عرصو هن ريت آهي:

(1) برهما پراڻ (900ع کان 1250ع)، (2) برهمانڊ پراڻ (350ع کان 950ع)، (3) برهماوي ورت پراڻ (750ع کان 1550ع)، (4) مارڪنڊيا پراڻ (250ع)، (5) ڀوَشيا پراڻ (500ع کان 1200ع)، (6) وامَن پراڻ (450ع کان 900ع)، (7) وشنو پراڻ (450ع)، (8) نارد پراڻ (750ع کان 900ع)، (9) ڀاڳوت پراڻ (950ع)، (10) گرودا پراڻ (900ع)، (11) پدم پراڻ (750ع)، (12) وارها پراڻ (750ع)، (13) متسيا پراڻ (250ع کان 500ع)، (14) ڪرما پراڻ (550ع کان 850ع)، (15) لِنگ پراڻ (600ع کان 1000ع)، (16) شِوَ پراڻ (750ع کان 1350ع)، (17) سَڪند پراڻ (750ع کان 1150ع)، (18) اگني پراڻ (800ع).

سڀ پراڻ منظوم آهن، پر انهن ۾ ڪٿي ڪٿي نثري عبارتون بہ شامل آهن. سڀني پراڻن ۾ موجود اشلوڪن جو تعداد چئن لکن جي لڳ ڀڳ آهي. سڀئي پراڻ اصل ۾ سنسڪرت ٻوليءَ ۾ لکيل آهن. جيڪي هندن جي عقيدي موجب ويد وياس جا لکيل آهن. انهن سڀني پراڻن کي ٽن حصن ۾ ورهايو ويو آهي. هر حصي ۾ ڇهہ پراڻ آهن. جيئن تہ پراڻن ۾ برهما، وشنو ۽ شِوَ جي تعريف ۽ انجي عظمت کي اجاگر ڪرڻ لاءِ قصا ۽ ڪهاڻيون بيان ٿيل آهن. برهما متعلق ڇهہ پراڻ ”برَاجس پراڻ“ آهن. وشنو متعلق ڇهہ پراڻ ”ست وا“ يا ”ست وڪا“ پراڻ ۽ شِوَ متعلق ڇهہ پراڻ ”تامس پراڻ“ سڏبا آهن. هنن سڀني پراڻن ۾ ڀاڳوت پراڻ وڌيڪ مقبول آهي. ان جو سبب اهو آهي تہ ان ۾ وشنو ديوتا جي اوتارن خاص ڪري شري ڪرشن جو بيان تفصيل سان ملي ٿو. سڀ کان وڌيڪ مڪمل دلچسپ ۽ مشهور وشنو پراڻ آهي. جنهن جو ڪيترين ٻولين ۾ مڪمل ترجمو بہ ٿي چڪو آهي. پراڻن ۾ رڳو مذهب کي موضوع نہ بڻايو ويو آهي، پر ان ۾ وهمن ۽ داستانن، قصن، ڪهاڻين جي ڀرمار آهي ۽ منجهن ديوتائن جا شجرا پڻ بيان ٿيل آهن. سنسڪرت ٻوليءَ جي ماهر امر سنها، پُراڻن جي موضوعن جي باري ۾ چيو آهي تہ: ”پراڻن ۾ پنج اهم ترين موضوع آهن. ڪائنات جي تخليق. ڪائنات جي تباهي ۽ نئين سر تخليق، ديوتائن ۽ بزرگن جا نسب ناما، آرين جي دؤر جي حڪومت، چندر ونسي ۽ سورج ونسي خاندان جي حڪمرانن جي تاريخ“.

موجوده پراڻن جي قدامت ڀارت ۾ گپتا خاندان جي عهد 275ع کان 550ع کان اڳ مشڪل سان ملي ٿي، پُراڻن ۾ هزارين سال قديم واقعن جو ذڪر بہ ملي ٿو.

**پُراڻا جتوئي ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ نوشهري تعلقي ۾ آهي، جنهن کي درياهہ پائي ويو آهي. هيءَ ان وقت جي ڇڏيل ڍنڍ آهي، جڏهن پراڻو ڳوٺ ”پاٽوهو ڳوٺ“ پاٽڻ کان پوءِ درياهہ وري رُخ بدلايو هو اها پراڻ ڪيترن سالن کان پوءِ ڍنڍ ٿي وئي. اونهاري ۾ ڍنڍ ڏکڻ ڏانهن ايندڙ پاڻيءَ سان ڀرجي ويندي آهي. اونهاري ۾ پتڻ جتوئيءَ (جيڪو رڪارڊ ۾ ”پراڻو ديرو پتڻ“ آهي) وٽان ٻيڙي ماٺهو ڪٽندي ۽ لاهيندي آهي.

**پراڻنات** (1618-1694ع): پراڻنات سنڌي شاعريءَ جو هڪ اهم نالو آهي، جيڪو قاضي قادن، شاهه ڪريم، لطف الله قادري کان شاهه لطيف جي وچ واري ڪڙيءَ جو شاعر آهي، جنهن جون 'چوپايون' مشهور آهن. دادو ديال بہ هن دؤر جو اهم شاعر آهي. پراڻنات بابت سڀ کان اڳ جيٺرام دولترام ڄاڻ ڏني، ان بعد پراڻنات جو ڪلام جهمون چڳاڻيءَ ٻن جلدن ۾ 'مهامتي پراڻ نات جي واڻي' عنوان سان ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

پراڻنات 6 آڪٽوبر 1618ع ۾ ڀٽ ڌڻيءَ جي جنم کان لڳ ڀڳ 71 سال اڳ، نوانگر (ڄام ننگر، گجرات، ڀارت) ۾ ڄائو. سندس اصل نالو مهر راج هو. سندس پيءُ جو نالو ڪيشو ٺاڪر هو ۽ ماءُ ڌن ٻائي هئي، جنهن جا مائٽ سنڌ جا هئا. اُن ڪري سندن گهر ۾ گجراتيءَ سان گڏ ڪڇي ۽ سنڌي زبانون بہ ڳالهايون وينديون هيون. جهمون چڳاڻيءَ پراڻنات جي مادري زبان سنڌي لکي آهي.

پراڻنات هڪ هوشيار ٻار وانگر اُسريو. هو ابتدا کان مذهبي ويچار رکندڙ ۽ سچ جو متلاشي هو. هڪ دفعي هڪ سيلاني سنت ديوچند اچي ڄام نگر (گجرات) ۾ نڪتو. هن ٻالڪ تي نظر پوڻ سان ڏاڍو خوش ٿيو. اڳتي هلي پراڻنات سندس پوئلڳ ٿيو ۽ مهراج پراڻنات بہ مرشد جي حڪم موجب جوانيءَ جي دؤر ۾ عربستان ۽ ٻيا علائقا گهميو. جتي عربيءَ سان گڏ ٻين اسلامي علمن کان واقف ٿيو. قرآن شريف جو بہ مطالعو ڪيائين.

ديوچند جي وفات کان پوءِ مطالعي ۽ خلق جي روحاني ترقيءَ لاءِ وڌيڪ محنت ڪيائين، مختلف زبانن جو مطالعو ڪيائين. روايت آهي تہ هُو پوربندر ۽ مانڊوي رستي سنڌ ۾ ٺٽي پهتو اهو سال 1659ع هو ۽ سندس عمر چاليهن سالن کان مٿي هئي. جهمون چڳاڻي لکي ٿو تہ: "پراڻنات ٺٽي ۾ هڪ برهمڻ ناٿا جوشيءَ جي گهر ۾ ڏهہ مهينا رهيو. اُتي رهندي سندس سنگت شري لعلداس سان ٿي، جيڪو اڳتي هلي سندس شِش بڻيو. جنهن لعلداس سندس ٺٽي شهر ۾ رهڻ جو ذڪر پنهنجي ڪتاب "بيتڪ" ۾ بہ ڏنو آهي ۽ ڄاڻايو آهي تہ هو ٺٽي ۾ ڪهڙن ڪهڙن سنڌي بزرگن سان گڏيو ۽ اُنهن کي پنهنجن ويچارن کان آگاهہ ڪيائين.

پراڻنات جي خيالن جو اثر ڪيترن سنتن ۽ سچ جي ڳولا ڪندڙن تي پيو. جن بابت ويجهي زماني ۾ مهاتما گانڌيءَ جي سيڪريٽري شري پياري لعل جي ڪتاب Mahatma Gandhi, The Early Phase مان ڪافي ڄاڻ ملي ٿي.

پراڻنات جي ويچارن توڙي ڪلام جو ڪافي علائقن ۾ پرچار ۽ اثر ٿيو. وچ ۽ اُتر هندستان ۾ پراڻنات جي ڪلام سندس ڪيترن مُريدن تي اثر ڪيو. مهامتي پراڻنات هندستان جي مڌيہ پرديش جي شهر 'پني' ۾ 29 جون 1694ع ۾ يعني ڀٽائيءَ جي پيدائش کان پنج سال پوءِ وفات ڪئي ۽ پنا شهر جي گمٽ بنگلا مندر ۾ سندس سماڌي ٺاهي وئي.

پراڻنات جي واڻي اٽڪل پوڻا ٽي سئو سال قلمي صورت ۾ رهي. سندس مريد اُن جا نقل تيار ڪري پرچار ڪندا رهيا. سندس ڪلام پهريون ڀيرو 1965ع ۾ اشاعت هيٺ آيو جنهن گرنٿ (ڪتاب) ۾ سندس پورو ڪلام گڏ ڪيو ويو، ان جو نالو "ڪلجم سروپ" رکيو ويو، جيڪو اصل ۾ مصر جي نيل نديءَ جو نالو بہ هو. سندس ڪُل ڪلام ۾ 18785 چوپايون آهن، جن مان 524 سنڌي چوپايون ۽ بيت آهن. ڪلام جي ٻولي ڪڇي سنڌي آهي. هي ڪلام ڇپجڻ کان گهڻو اڳ ششن (مريدن) جي وسيلي هزارين پنڻين تائين پهتو ۽ قلمي صورت ۾ مَنن (مندرن) ۾ موجود رهيو. واڻيءَ (ڪلام) وانگر مهامتي پراڻنات جا ويچار نثري صورت ۾ بہ ششن (مريدن) اندازاً سندس وفات کان ڪجهہ مهينا اڳ تحرير هيٺ آندا. دادو ديال ۽ پراڻنات جي واڻي گڏ ملڻ سان اها اُميد وڌي وئي آهي تہ سنڌ کان ٻاهر مندرن ۽ منن ۾ ٻيو بہ ڪيترو سنڌي ڪلام موجود ٿي سگهي ٿو. مهامتي پراڻنات پنهنجي واڻيءَ ۾ جيڪي اشارا ڏنا آهن، سي فنا ۽ بقا بابت آهن. مثال طور:

آخر وير اُٿڻ جي، اَئين روحين ڇڏيجا راند،
اُتي وچ عرس، ڪوڙ ڪري مل ڪانڌ.

["اي غافل انسان هتان لڏڻ جو آخري وقت اچي ويو آهي. ڪوڙي سنسار کي ڇڏي پاڻ کي مايا جي موهہ کان آجو ڪري (مالڪ) ڏانهن هل."]

تو لکيو فرمان ۾، مون عرس دل مومن،
سي سٽي ويڻ فرمان جا، مُوجو جهليو دل روحن.

["توهان فرمان (قرآن) ۾ لکي موڪليو آهي ۽ اهو مومن جي دل ۾ آهي ۽ قرآن جا اکر ٻڌي منهنجي دل روحن پڪڙي ڇڏي آهي".]

پراڻنات جي واڻي چوپاين تي ٻڌل آهي. سندس ڪلام هٿ اچڻ سان سنڌي شعر جي ٽٽل ڪڙيءَ جو تسلسل جُڙي ٿو ۽ سنڌي شاعريءَ جو نئون باب ظاهر ٿئي ٿو.

**پراڻو پارڪر** (ڪتاب): هي ڪتاب نامور اديب منگهارام اوجها جو لکيل آهي. ڪتاب ۾ تاريخي ۽ روايتي ٻنهي طريقن سان بهتر انداز ۾ پارڪر خطي کي پيش ڪرڻ سان گڏ پارڪر جي علائقائي ۽ جاگرافيائي حالتن، ثقافت، ريتن رسمن ۽ تاريخ کان سواءِ اتان جي گاهن، ٻوٽن، جانورن ۽ ماڳن مڪانن جو بہ تفصيلي احوال ڏنو ويو آهي. ليکڪ هن ڪتاب جو انتساب مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ جي نالي ڪيو آهي. رنگين ٽائيٽل سان هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشوري پاران پهريون ڀيرو 1966ع ۾ شايع ڪيو ويو، ٻيو ڀيرو 1975ع ۾، ٽيون ڀيرو 1988ع ۾، چوٿون ڀيرو 1998ع ۾ ۽ هي پنجون ڇاپو 2006ع ۾ شايع ٿيو آهي. ڊيمي سائيز جي 109 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت -/70 روپيا آهي.

**پراڻو چور**: تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: فيصل آباد، نواب جان محمد، محمد حسن مگريو ۽ انڙ آباد.

**پراڻو ديرو**: دادو تعلقي جي هن ديهہ ۾ ڪل 17 ڳوٺ آباد آهن: پنجو ديرو وليج، ڦلجي اسٽيشن (ٽائون ڪاميٽي)، اوپايو پنهور، ليسوڙو پنهور، گل پنهور، ڪمال جهتيال، الهرکيو ماڇي، ٻائي خان پنهور، بڇايو پنهور، لشڪري، علي خان پٽافي، حاجي فضل سولنگي، حاجي حافظ، حمزو گرگلاڻي، حبيب الله پنهور، غلام حسين ڪلهوڙو ۽ جمعو خاڪو.

پراڻو ديرو خود وڏو ڳوٺ آهي. مشهور عوامي شاعر استاد بخاري، الھ نواز رڪٽائي ۽ حاڪم علي شاهه بخاري جو ننڍپڻ ۽ جواني هتي جي دوستن سان گذري. هتي ئي سرتاج لکياري ۽ ٻيا اسٽيج ڊراما ڪندا هئا، جن ۾ استاد بخاري هيري جو پارٽ ادا ڪيو هو. ان کان پوءِ حاڪم علي شاهه

۽ هتي ٽينڊڙ ڪيترن ڊرامن ۾ هيري جو ڪردار ادا ڪيو هو. جن ۾ هن وقت جي مشهور راڳي منظور سخيراڻي هيروئن جو ڪردار ادا ڪيو هو. هي ڳوٺ ڪنهن سمي وڏو پتڻ هو. انگريزن ڦلجيءَ کان پراٽو ديرو ريل جي پٽڙي به وڇائي هئي، جيڪا پراٽي ديري پتڻ تان مال کڻي ايندي هئي. هتي غلام مصطفيٰ جتوئي ۽ سندس پائرن جون زمينون به آهن. ڪيٽي جتوئي ۽ ڪيٽي ڪيڙا به هن ديهه ۾ اچي ٿي. غلام مصطفيٰ خان جتوئيءَ جا وڏا امام بخش 'صابر' ۽ غلام رسول خان جتوئي هن ڳوٺ ۾ مشاعرا به ڪرائيندا هئا.

**پراٽو ديرو**[2]: پراڻي ديري جي نالي سان هڪ قديم شهر تعلقي شاهبندر جي تپي "ڇڇ جهان خان" جي ديهه "ديرو پراٽو" ۾ واقع آهي. هيءُ قديم شهر سمن جي دؤر ۾ گاديءَ جو هنڌ هو. بعد ۾ مغل بادشاهه اورنگزيب 1041هه/ 1631ع ۾ ان جي سامهون "اورنگا بندر" نالي نئون بندر ٺهرايو. هن وقت هن بندر جا آثار معدوم ٿي ويا آهن ۽ اورنگزيب جي ماڙيءَ جا آثار به پٽ پئجي چڪا آهن.

**پراٽو ديرو**[3] **(ڪڇو)**: دادو تعلقي جي ديهه پراڻي ديري ڪڇي ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن:

حاجي غلام رسول جتوئي، محمد آرائين، گل ملاح، دل مراد گاڏهي، آرائين ولیج ۽ خان مير بحر. حاجي غلام رسول خان جتوئي، غلام مصطفيٰ جتوئيءَ جو والد بزرگوار هو. جنهن جي نالي سان هي ڳوٺ ٻڌايل آهي.

**پراٽو سامارو**: تعلقي ساماري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڳوٺ رئيس پير بخش ڏونڪائي، اوطاق پير بخش خان ڏونڪائي، مدد علي ڏونڪائي، هرچندراءِ، سامي پاڙو ۽ ڳوٺ مير خان ڏونڪائي.

**پراٽو سکر**: (تفصيل ڏسندا: 'سکر'، ايندڙ جلد).

**پراٽو سکر**[2]: پراڻي سکر نالي سان تعلقي سکر ۾ هڪ ديهه به آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن:

ٻچل شاهه مياڻي، جتوئي، جمعو جوکيو، عزيزآباد، هٽيم، مياںداد کوسو، لائق ماڪو، رٻن ماڪو، ڪريم بخش شيخ، ۽ فتح محمد نوناري.

**پُراٽو لَهيرو**: ضلعي خيرپور جي تعلقي فيض گنج ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

لڪانو گوپانگ، سومر خان پنگر، فقير محمد امين شر، ڪريم بخش جت، الهه بخش جت، محمدالدين جت، غلام قادر خاصخيلي، امام دين شر، عطا محمد ۽ هاشم فقير.

**پُراٽو واهه**: ضلعي جيڪب آباد تعلقي ٺُل ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

يارمحمد ٻرڙو، ڪرم علي لاشاري، رئيس هاشم ٻرڙو، محمد صادق ٻرڙو، سوڍو خان، ڪوڙو ٻرڙو، دودو ٻرڙو، عيسو ٻرڙو ۽ مصري ڀهوڙ.

**پراڻي ٻولي (ڪتاب)**: هيءُ ڪتاب 'جيمس شليڊن' جو لکيل آهي، جنهن جي قيمت ٻه پايون ڄاڻايل آهي. هي ڪتاب پنجاب رليجئس سوسائٽيءَ پاران وديا ونود پريس، ڪراچيءَ مان سال 1880ع ۾ ڇاپيو ويو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو سال 1883ع ۾ ڇپيو.

**پراڻي ٻولي**[2] **(ڪتاب)**: ساڳئي نالي سان هڪ ٻيو ڪتاب "جارج شرٽ" جو لکيل آهي، جنهن جي قيمت ٻه آنا ڄاڻايل آهي. آمريڪن مشن پريس لڌيانه، سال 1879ع ۾ ڇپايو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو 1883ع ۾ ڇپيو. قيمت 3 پايون ڄاڻايل آهي. ٽيون ڇاپو سال 1885ع ۾ ۽ ڇاپو چوٿون 1891ع ۾ ڇپيو. قيمت 6 پايون ڄاڻايل آهي.

**پراڻي ٽرڙي**: هي ماڳ تعلقي رتيديري ۾ آهي، هن ڪي مناهه ٽرڙي جو دڙو به سڏيندا آهن. هي ماڳ اتر ڊگهائي ڦاڪ "10 '42 °27 ڊگرين تي ۽ اوڀر ويڪرائي ڦاڪ "00 '53 °67 ڊگرين تي موجود آهي. هي دڙو ٻه سؤ ميٽر ڊگهو، هڪ سؤ ٽيونجاهه ميٽر ويڪرو ۽ اٽڪل 6 ميٽر اوچو آهي. هتان ٻُڌ ٻڳوان جون مورتيون پڻ هٿ آيون آهن. جڏهن ته ٺڪراٺو اسلامي ۽ اوائلي دؤرن جو ملي ٿو. هتي هاڻي قبرستان ٺاهيو ويو آهي. چوڌاري زرعي زمينون پڻ آباد آهن. هي ماڳ ٻُڌ دور سان واسطو رکي ٿو. جڏهن ته اڃا هن ماڳ جي کوٽائي ناهي ٿي.

**پراڻي ٺيڪراٺي**: هي تاريخ کان اڳ جي دؤر (Pre Historic Period) جو دڙو "40 '13 °69 اوڀر، "25 '39 °27 ڳوٺ پراڻي ٺيڪراٺا تعلقي روهڙي، ضلعي سکر ۾ آهي. هي ماڳ جديد ڳوٺ ٺيڪراٺا جي ڏکڻ اولهه ۾ ٻن ڪلوميٽرن جي پنڌ تي ناگري روڊ کان 200 ميٽر اولهه تي ۽ 43 ڪلوميٽر روهڙيءَ جي اوڀر ۾ آهي. هي ماڳ اتر ڏکڻ ڊيگهه ۾ 329 ميٽر ۽ اوڀر- اولهه 220 ميٽر ويڪرو آهي. هي ماڳ واريءَ جي هڪ ٽبي تي آهي، جتي تازين ڀينڪن جا نشان واضح آهن، جنهنڪري ملندڙ وٿون به مختلف زمانن جون آهن. ملندڙ وٿن ۾ پٿرجون ڪورون، ٺڪر جا مجسما، چوڙين جا ڀڳل ٺڪر، مجسمن جو ٽنگون وغيره شامل آهن. مورتين جي هڪ ڌڙ تي رنگ روغن ٿيل آهي. ان کان سواءِ ڪنا، ٿالهيون، پيالا ۽ چلمن جا ٺڪرا به لڌا ويا آهن.

**پراڻي ديري واري ڍنڍ**: هيءَ ڍنڍ دادو تعلقي جي تاريخي ڳوٺ پراڻي ديري لڳ آهي. ڪنهن زماني ۾ هتان ڪافي مڇي مرندي هئي، پر درياهه ۾ پاڻي نه هئڻ سبب هن وقت ڍنڍ خشڪ ساليءَ جو شڪار رهي ٿي ۽ ڍنڍ جو وڏو حصو پوک هيٺ اچي چڪو آهي. پراڻو ديرو درياهي بندر رهيو آهي. انگريزن جي زماني ۾ هن بندر تان لهندڙ مال ريل رستي ڦلجي اسٽيشن تي پهچايو ويندو هو.

**پراڻي سنگرار-1**: هي تاريخ کان اڳ واري دؤر هڙاپا دور جو دڙو °27 "55 '36 اتر ۾ "00 '05 °69 موزا سنگرار ڳوٺ، تعلقي روهڙي، ضلعي سکر ۾ آهي. هي ماڳ ڳوٺ سنگرار کان ٻه ڪلو ميٽر اولهه ۾ آهي. دڙي تي ٿورا گهڻا ٺڪر پکڙيل آهن. دڙي جي ماپ ڏکڻ اتر 187 ميٽر ۽ اوڀر اولهه 80 ميٽر آهي. ملندڙ وٿن ۾ ٺڪراٺو سادو ۽ چٽيل ٻنهي قسمن جو ملي ٿو. ان کان سواءِ دڙي تي ڀڳل ٺِڪر جون چلمون، پيالا وغيره پکڙيل آهن. ڪجهه ٿانون تي چٽن جا نشان به ملن ٿا.

**پراڻي سنگرار-2**: هي دڙو هڙاپا دؤر جو آهي. "55 '10 °69 اوڀر °27 "00 '36 اتر ڊگرين تي موجود آهي.

هي ماڳ سنگرار ڳوٺ جي اتر ڏکڻ ۾ ٻن ڪلوميٽرن تي ڳوٺ تري گهاٽي کان اڍائي ڪلوميٽر اتر اوڀر ۾ ۽ روهڙيءَ کان 27 ميل اولهه ۾ آهي. واراياسي هنڌ تي ٺڪراٺو، جنهن تي ڳاڙهو ليڪو نظر اچي ٿو، پکڙيل آهي. هتان ڪنا، ٿانون جا سادا توڙي چٽيل ٺُڪرا ملن ٿا. ڪنهن ڪنهن ٺڪر تي ڪرچيل نقش نڪتل آهي ۽ ڪو ڪو ٺڪر ٺپيل آهي.

**پُراٽيون لالٽيون**: هيءَ ضلعي ۽ تعلقي شڪارپور جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پراٽيون لاليٽون، ميرمحمد رند، محمد بخش بروهي، فتح محمد شر، صوبو خان شر، الهورايو سينار، خان محمد لوهر، شيرمحمد لوهر، الهڏنو جعفري، محمد عارف، پنڻ جتوئي، غلام محمد، لعل پير محمد بخش، عبدالرحمان بروهي، عظيم فقير، چاڪر بروهي، امام بخش ڪوش، جهنڊو بروهي، ولي محمد، محمد حيات ۽ عيد محمد.

**پراونشل انسٽيٽيوٽ آف ٽيچرس ايجوڪيشن ـ سنڌ** (PITE): ايشين ڊيولپمينٽ بئنڪ جي سهڪار سان پاڪستان جي چئني صوبن ۾ 1994ع ۾ استادن جي سکيا جي رٿا (Teachers Training Project) شروع ڪئي وئي. هن پراجيڪٽ جو بنيادي مقصد جديد طريقن رستي تعليم جو معيار بلند ڪرڻ ۽ تعليم جي منتظمن ۽ نگرانن جي صلاحيتن ۾ اضافو ڪرڻ هو ته جيئن اُهي نئين دؤر جي چئلينجن کي منهن ڏئي سگهن.

هن پراجيڪٽ هيٺ پاڪستان جي چئني صوبن ۾ پراونشل انسٽيٽيوٽ آف ٽيچرس ايجوڪيشن (PITE) قائم ڪيا ويا. پائيٽ سنڌ، نوابشاهه ۾ 1995ع ڌاري قائم ڪيو ويو اهو نوابشاهه شهر کان 7 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي سڪرنڊ طرف ويندڙ شاهراهه تي محمد ٽائون جي ويجهو آهي. هيءُ ادارو 24 ايڪڙن جي ايراضيءَ تي مشتمل آهي، جنهن ۾ هيٺيون سهوليتون موجود آهن:

ايڊمنسٽريشن بلاڪ، اڪيڊمڪ بلاڪ، ڪمپيوٽر ليبارٽريون، هاءِ اسڪول، لائبريري، رهائش جون جايون ۽ بنگلا، ٽرانسپورٽ، ملٽي پرپز هال، مسجد، جنرل اسٽور، مردن جي هاسٽل، عورتن جي هاسٽل وغيره.

هن اداري جي مکيه مقصدن ۾: (1) استادن جي تعليم جو معيار وڌائڻ، (2) تحقيق جي جديد طريقن موجب پروگرام استادن جي تربيت جا پروگرام منعقد ڪرڻ، (3) تعليمي ادارن جي صلاحيتن ۾ ايڇ. آر. ڊي معرفت اضافو ڪرڻ، (4) استادن جي تعليم جي حوالي سان تحقيق ڪرڻ ۽ (5) تعليم کاتي کي استادن جي تعليم جي پاليسين ۾ مدد ڪرڻ شامل آهن.

هن اداري جو انتظامي سربراهه ڊائريڪٽر جنرل هوندو آهي، اها ذميواري اداري جي قيام کان وٺي رانجهو خان زرداري، پروفيسر گل حسن ٽيوٽو، عبداللطيف صديقي، ڊاڪٽر محبوب علي شيخ ۽ مشتاق احمد شاهاڻي نڀائيندا رهيا هئا ۽ هن وقت اداري جو ڊائريڪٽر جنرل عبدالمالڪ لکمير آهي.

**پرائمري ٽيچرس ائسوسيئيشن** (پ. ٽ. الف): استادن جي اڳواڻ مرحوم جان محمد جماليءَ 28 نومبر 1951ع تي پ. ٽ. الف جو بنياد رکيو. قيام پاڪستان کانپوءِ هيءَ سنڌ جي پرائمري استادن جي پهرين سنڌ سطح جي جماعت آهي، جنهن کي رجسٽرڊ ڪرايو ۽ 29 نومبر 1951ع تي ان وقت جي ڊائريڪٽر آف پبلڪ انسٽرڪشن هن تنظيم کي تعليم کاتي طرفان منظور ڪري ورتو ان سڄي جاکوڙ جو سهرو جان محمد جماليءَ تي سِرَ تي رهيو جنهن کي ان تنظيم جو باني صدر چونڊيو ويو هو صاحب هن تنظيم جو شروع کان وٺي وفات (26 آڪٽوبر 1974ع) تائين صدر رهيو سندس صدارت جي دؤر ۾ الهرکيو کهاوڙ (گهوٽڪي)، شرف الدين شاهه (تلهار)، جناب مخدوم عبدالرحمان (بوبڪ)، محمد يونس پُٺي (لاڙڪاڻو)، سيد اڪبر (ڏڙو ٺٽو) ۽ قربان علي ٽانوريءَ (ڪنڊيارو)، جنرل سيڪريٽريءَ طور ڪم ڪيو.

1952ع ۾ جمالي صاحب جي اڳواڻيءَ ۾ هڙتال ڪرائي، استادن جي پگهارن ۾ واڌ جي گهر ڪئي. ان هڙتال جي شدت کي محسوس ڪندي، ان وقت جي گورنر دين محمد شيخ آل پارٽيز ڪانفرنس گهرائي جنهن ۾ محمد ايوب کهڙو، قاضي فضل الله، شيخ عبدالمجيد سنڌي، حيدر بخش جتوئي، قاضي محمد اڪبر، عبدالفتاح ميمڻ، ميرجعفرخان جمالي، ميرغلام علي ٽالپر، خانبهادر غلام محمد وساڻ، پيرعلي محمد راشدي، پيرالاهي بخش، ڪامريڊ عبدالقادر، غلام رسول جتوئي، گل محمد شاهه، پير محمد چنا، يارمحمد ٽانوري ۽ ٻين شرڪت ڪئي ۽ استادن جي بنيادي پگهار ۾ اضافي جا مطالبا سرڪار منظور ڪري ورتا. ان کانپوءِ ٻيو پيرو سيپٽمبر 1970ع ۾ قائداعظم جي مزار تي پنجن هزارن کان مٿي پرائمري استادن جان محمد جمالي جي اڳواڻيءَ ۾ ڌرڻو هنيو هئي ڏينهن تي گورنر رخمان گل استادن جي وفد سان ڳالهيون ڪيون ۽ سندن مطالبا منظور ڪيا. ان ڌرڻي ۾ جاتي تعلقي جي هڪ استاديائي راڻي بائي عورتن جي نمائندگي ڪئي هئي. جماعت طرفان ڪيس "قائد استاد" جو خطاب ڏنو ويو. آڪٽوبر 1972ع ۾ هن تنظيم خيرپورميرس ۾ اوستي در محمد، وزيرتعليم اڳيان هڪ جلسي ۾ پنهنجا مطالبا رکيا ۽ جنوري 1973ع ۾ سرڪٽ هائوس حيدرآباد ۾ پ. ٽ. الف جي هڪ دؤر ۾ سنڌ جي تعليم خلاف شريف ڪميشن جي سازش کي هن جماعت نندڻو ۽ سنڌ جي اديبن ۽ استادن گڏجي سنڌي تعليم کي ٽئين ڪلاس تائين محدود ڪرڻ وارو فيصلو 1962ع ۾ رد ڪرايو استادن ڪيترا سيمينار به ڪرايا. وفد جان محمد جماليءَ جي اڳواڻي ۾ سنڌ جي اڳوڻي وزيراعليٰ ممتاز علي ڀُٽي سان ڳالهيون ڪري استادن جا مطالبا مڃرايا.

پ. ٽ. الف جو هي دؤر جان محمد جماليءَ جي وفات سبب 26 آڪٽوبر 1974ع تي پورو ٿيو. بعد ۾ الهرکيي بلوچ پ. ٽ. الف جي هئي صدر جي حيثيت سان واڳون سنڀاليون. هن فوري طور سڄي سنڌ جو هنگامي دورو ڪري سنڌ جي پرائمري استادن کي منظم ڪيو. 1975ع ۾ استادن جي حقن جي تحريڪ شروع ٿي ۽ استادن جي مطالبن جي مڃتا لاءِ هڙتال ڪئي ۽ وزيراعليٰ سنڌ غلام مصطفيٰ خان جتوئيءَ استادن جا معاملا نبيري هڙتال ختم ڪرائي. 13 جولاءِ 1993ع تي الهرکئي بلوچ وفات ڪئي. جماعت جو ٽيون صدر قربان علي ٽانوري ۽ جنرل سيڪريٽري محمد سجاول خاصخيلي مقرر ٿيو قربان علي ٽانوريءَ جي دؤر ۾ ضياءالحق

جي مارشل لا سبب سڄيءَ سنڌ لاءِ ڪارو دؤر هو. ملڪ جو آئين ۽ شهرين جا بنيادي حق معطل هئا. پر ٽانوريءَ ان ڪاري دؤر ۾ تنظيم کي متحد رکيو ۽ مارشل لا جي قانون هيٺ سزا ڪاٽل پرائمري استادن جو دفاع ڪيو هن جي قيادت ۾ استادن 1981ع ۾ تحريڪ هلائي، جيڪا سرڪار سان ڳالهين بعد فوري ختم ٿي. قربان علي ٽانوري ڊسمبر 1981ع ۾ سيوهڻ ۾ تنظيم جون چونڊون ڪرايون. هيءَ تنظيم جي باقاعدي پهرين چونڊ هئي، جنهن ۾ جنرل سيڪريٽري قادر بخش طالباڻي وڏيءَ اڪثريت سان ڪامياب ٿيو باقي صدارت جي چونڊ جو نتيجو (جيڪو قربان علي ٽانوري ۽ عبدالرحيم جتوئيءَ جي وچ ۾ هو) چيئرمين جي ڪيل فيصلي سبب تضاد ۾ اچي ويو ۽ نيٺ ڇهه مهينا قربان ٽانوري ۽ ڏيڍ سال عبدالرحيم جتوئيءَ کي صدارت جو عهدو ڏنو ويو ان دوران قربان ٽانوريءَ تي فالج جو حملو ٿيو ۽ هن 4 اپريل 1982ع تي سول اسپتال حيدرآباد ۾

وفات ڪئي. مرحوم قربان ٽانوريءَ جي وفات ڪانپوءِ جماعت جو چوٿون صدر (جيڪو سينئر نائب صدر هو) عبدالرحيم جتوئي ٿيو. هن پنهنجي عهدي تي 5 اپريل 1982ع کان ڪم شروع ڪيو ۽ سال 1984ع، 1987ع ۽ 1990ع وارين ٽنهي چونڊن ۾ صدر رهيو.

هن پ ٽ الف جي پليٽ فارم تان استادن جي ڀلائي لاءِ ڀتوڙيو سندس دؤر ۾ پ ٽ الف جي مرڪزي هيڊ آفيس حيدرآباد ۾ خريد ڪري ٺاهائي وئي، جا اڄ تائين قائم آهي. عبدالرحيم جتوئيءَ جي صدارت جو عهدو 8 مئي 1994ع تي ختم ٿيو ۽ هن تعليم کاتي مان 16 ڊسمبر 1994ع تي رٽائر ڪيو. 9 مارچ 2002ع تي وفات ڪيائين. 28 آگسٽ 1994ع تي پنجون صدر قادر بخش طالباڻي چونڊجي آيو. جيڪو مدي پوري ٿيڻ کان اڳ 1996ع ۾ نئين سِر ڪرايل چونڊن ۾ چونڊيو ويو ۽ 1999ع تائين صدر رهيو ۽ کاتي مان به 31 ڊسمبر 1999ع ۾ رٽائر ڪيائين.

هن جي صدارت جي دؤر دوران سنڌ جي پنجن هزارن استادن جي پي ٽي سي ۽ سي ٽي جي روڪيل رزلٽ ظاهر ڪرائي وئي، هر استاد کي هڪ ٻن اضافن جو فائدو مليو. 1999ع ۾ پ ٽ الف جي آفيس ڪراچيءَ ۾ به خريد ڪئي وئي. جنوري 2000ع کان جماعت جو ڇهون صدر انتظار ڇلگري چونڊجي آيو. هن جي دؤر ۾ به استادن کي ڪيترا مالي ۽ انتظامي فائدا مليا. جماعت جو ستون صدر محمد رفيق جروار 2003ع کان ٿي پيرا چونڊيو ويو. جيڪو اڄ تائين تنظيم جو صدر آهي. هن جي ايماڪاري ۾ استادن لاءِ مالي ۽ انتظامي فائدا حاصل ڪيا ويا. خاص ڪري تازو هن وڏي جدوجهد هلائي استادن لاءِ ٽائيم اسڪيل ۽ ٽيچنگ الائونس حاصل ڪيو ويو آهي. پ. ٽ. الف جو شمار سنڌ جي چند منظم استادن جي تنظيمن ۾ ٿئي ٿو.

**پريات**[1]: پرهه ڦٽيءَ جي مهل، سج ابرڻ کان اڳ واري مهل. جنهن کي پرهه، باک، فجر، ڏڪي، وڏو صبح، علي الصبح ۽ صبح صادق به چئبو آهي.

**پريات**[2] (رسالو): هيءَ پارڪري ٻوليءَ ۾ ڇپجندڙ ٽهه ماهي رسالو آهي، جيڪو پارڪري ڪميونٽي ڊيولپمينٽ پروگرام نالي هڪ سماجي اداري طرفان 2004ع کان لاڳيتو نڪرندو رهي ٿو. هن رسالي ۾ پارڪر جي خطي جي حالتن، پارڪر ۾ موجود ذاتين ۽ قبيلن خاص ڪري ڪولهين جي سياسي، سماجي، معاشي ۽ ثقافتي حالتن بابت مواد شامل هوندو آهي. هن رسالي جو ايڊيٽر پورا لال سولنڪي آهي ۽ هي رسالو بنا ڪنهن قيمت جي تقسيم ڪيو وڃي ٿو.




**پرياتِ/پرياتي** (سُر): شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي شاعريءَ جو هڪ "سُر". هن سُر ۾ منگتن، مڱڻهارن ۽ سخي سردارن جو ذڪر آهي، پر خاص موضوع لس ٻيلي جي واليءَ سپڙ ڄام جي سخا آهي، جو ته ٻين سردارن ۽ ڏاتارن سخا ڪئي ته پنهنجي شان ۽ مان وڌائڻ خاطر ڪئي، پر سپڙ ڄام سمي، ڪيرت وارن جي قدردانيءَ لاءِ سخا جا در کولي ڇڏيا. هن خاص طرح محتاجن کي اَن ۽ ڌَن کي ڏان ڏنا.

هن سُر جو نالو موضوع جي مناسبت سان رکيو ويو آهي، جو ته منگتا/ مڱڻهار/ چارڻ پريات ويل اٿي، سمن سردارن جي درن تي بيهي ڪين ساراهيندا ۽ سندن واکاڻ جا گيت ڳائيندا هئا. ان واکاڻ کي "وهاڳ" به چئبو آهي. ان ڪري هن کي 'سُر وهاڳڙو' به چوندا آهن. منگتا وڏا هنرمند ۽ جاجڪ هئا، جيڪي پنهنجي جاجڪاڻي انداز ۾ سخي سردارن کي موهي وجهندا هئا. انهيءَ مناسبت سان جدا جدا رسالن ۾، هن سُر جا جدا جدا نالا آهن، جهڙوڪ: جاجڪاڻي ۽ جاجڪان، وهاڳڙو وغيره.

هيءَ سُر سمن جي ان آڳاٽي سرداري سماج واري ماحول جو يادگار آهي، جڏهن سردارن موروثي طور مڱڻهار رکيا ته هُو ڪانئن وڏا انعام ۽ اڪرام حاصل ڪري ساراهون ڪن. منگتن کي نوازڻ سان هڪ طرف انهن جي ڳائڻ وڄائڻ ۾ واڌارو آيو، ته ٻئي طرف ڪيرت جي ٻولن ۾ وڏي تورتڪ پيدا ٿي. هر قابل جاجڪ تي انعام جي ورڪا ٿي پئي، پر ويچارا معذور مڱڻهار اهڙن انعامن اڪرامن کان محروم هئا. پوءِ لسٻيلي جو اهو نامور سخي 'سپڙ ڄام' ساماڻو، جنهن معذور منگتن کي مان ڏنو. انهيءَ پسمنظر ۾ 'لڱي چارڻ' جي ڳالهه مشهور ٿي، جنهن کي ڪيرت لاءِ ڪو به پاڻ سان گڏ وٺي نه ٿي ويو، پر ڪيس سپڙ ڄام جي سخا ۾ وڏي اميد هئي ۽ ٿيو به ائين. سپڙ ڄام هن بيوس منگتي کي ڏوليءَ ۾ چاڙهائي پاڻ وٽ گهرايو ۽ وڏا انعام ۽ اڪرام ڏنا. انهيءَ ڪري لطيف سائين به هن سخي سردار جي سخا کي ڳايو آهي.

**پريات آرٽ سرڪل حيدرآباد**: 1964ع کان قائم ٿيندڙ هن اداري سنڌي ادب ۽ ثقافت جي ترقي ۽ ترويج توڙي ادب جي صحتمند قدرن کي نئين سر اجاگر ڪرڻ لاءِ وڏي لڱن سان ڪم ڪيو آهي. هن سرڪل جي باني ڪار ۽ هدايتڪار نثار حسيني اسٽيج تي پنهنجي وقت جا يادگار ڊراما پيش ڪيا، جن ۾ مرزا قليچ بيگ جا "انڪوائري آفيسر"، "منشي"، "حرڪت مان برڪت"، "ڪوڙو نوٽ"، "نيم طبيب"، "خطره جان..." نثار حسينيءَ جا "اڳتي وڌبو"، "دودو سلطان ٽيپو"، "جل جل مشعل جل"، "مڙيا مڇ هزار"، "ڪاڪ ڪڙهي وڻ ٻريا"، "ذات جي لاٽ"، "سامونڊي سڙهه سنهايا" ۽ "ڪي جو هيجو هوليو"، محمد ابراهيم جويي جو "آزادي ڏانهن..."، محمد عثمان ڏيپلائي جو "نجومي"، مرزا اسد بيگ جو "سهڪار"، غزالا شاهين پٺو جو "چنڊ ۽ رلي"، محمد بخش دائودپوٽي جو "چنڊ جو سير"، ماڻڪ منير جو "شهيد بختاور"، شوڪت حسين شوري جو "ٻرندي رهندي لاٽ" ۽ عبدالعزيز سمي جو "پوت" شامل هئا. هن سرڪل جي مشهور اداڪارن ۾ مشتاق مغل، الهه بچايو لغاري، سڪندر بلوچ، محمد بخش دائود پوٽو، اشرف بلوچ، اڪبر بلوچ، الهه بچايو ناز پٺو اختر مرزا، مرزا جاني بيگ، امام بخش پٺو، زاهد مرزا، ستار بروهي ۽ فيض پٺو شامل هئا.

**پريات ادبي سنگت**: پريات ادبي سنگت جو قيام 1976ع ڌاري عمل ۾ آيو جنهن جو سرپرست حڪيم دين محمد بلوچ، صدر انور جوڪيو، جنرل سيڪريٽري جي. ايڇ. حيدري ٿيو پريات ادبي سنگت پاران ماهوار ادبي نشستون ٿينديون هيون.

**پريات ڦيري**: ورهاڱي کان اڳ صبح جو پريات ويلي نوجوانن جا جٿا، آزاديءَ جا گيت ڳائيندا، گهٽين ۾ گشت ڪندا، ماڻهن کي انگريزن کان آزادي وٺڻ جو پيغام ڏيندا رهندا هئا. مسلمان ڇوڪرا يا وڏا رمضان مهيني ۾ اسر ويل روزي رکڻ لاءِ گهٽين ۾ جاڳائيندا هئا، جن کي 'جاڳو' به چئبو آهي.

**پرياتي** (راڳڻي): هي پيرو ٺاٽ جي سمپورن راڳڻي آهي، سر مڌم وادي اٿس. هن راڳ ۾ رکب ۽ ڌيوت پيرو راڳڻي وانگر لڳي ٿو، پر مڌم وادي سُر هجڻ ڪري پيرو جي شڪل کان الڳ ٿي بيهي ٿو ۽ پنچم جي ڪري للت کان الڳ. هن جي امروهي ۾ مڌم ۽ نکاد جا سُر اچن ٿا، ان لاءِ رامڪليءَ کان الڳ، نکاد ۽ گنڌار جي موجودگي کيس گنڪليءَ کان ڌار ڪري ٿي، جو گن ڪلي ۾ اهي سر ورج آهن. هيءَ راڳڻي هميشہ بلمپت ۾ ڳائڻ گهرجي. هي درت لئہ ۾ ڳائبي تہ جلد ڪالنگڙي جي صورت اختيار ڪندي، جو تہ هن راڳڻيءَ ۾ ٻئي مڌم لڳايا وڃن ٿا. هن ۾ صفتي ڪلام ڳايو وڃي ٿو. هن جي خاص تان: ما گي- گي را- سا ڌا- ني سا سا- گي ما ڌا- پا ما ما آهي. هن جي آروهي: سا را گي ما پا ڌا ني ۽ امروهي: سا ني ڌا پا ما گي را سا آهي، جڏهن تہ وادي سُر: مڌم آهي، هن جي ڳائڻ جو وقت صُبح آهي.

[راڳ ساگر ۾ هن راڳڻيءَ جو ذڪر پيرو ٺاٽ جي ضمن ۾ ڪيل نہ آهي.]

**پريداس آوت رام ڪندناڻي**: ليکڪ ۽ شاعر پريداس آوت رام ڪندناڻيءَ، 14 آگسٽ 1925ع تي، سکر ۾ جنم ورتو. ادبي دنيا ۾ پاڻ کي هڪ ليکڪ ۽ شاعر طور متعارف ڪرايائين. سنڌي، انگريزي ۽ سنسڪرت ٻولين ۾ ڪافي ڪجهہ لکيائين. هڪ انگريزي ۽ سنڌي اخبار جو ايڊيٽر بہ رهيو. ورهاڱي وقت لڏي وڃي پواني بيٽ پوني (ڀارت) ۾ رهائش اختيار ڪيائين.

**پريداس برهمچاري**: پريداس برهمچاري پٽ ميلهو مل، 21 فيبروري 1904ع تي نوشهري فيروز ۾ ڄائو. تعليم ۽ تربيت اتي ئي ورتائين. پڪو ديش ڀڳت ۽ سماجي ورڪر ۽ آزاديءَ جي هلچل جو سرگرم ڪارڪن رهيو آهي. ٻہ ٽي ڀيرا جيل بہ ويو. نوشهري جي راشٽريہ ڪنيا پاٺشالا جو مئنيجر رهيو. سماجي، اخلاقي ۽ ادبي ڪمن ۾ اڳيرو رهيو. سنڌي ادب جي تاريخ ۾ سندس شمار ايڊيٽر، پبلشر، اديب ۽ شاعر طور ٿئي ٿو. شاعريءَ ۾ "پياسي" تخلص ڪم آڻيندو هو. ننڍي ڪنڌ جي ورهاڱي کان پوءِ لڏي وڃي اجمير ۾ ويٺو. جتي رام ڪرشن دواخانو هلايائين، ۽ سٺو حڪيم رهيو. اجمير مان ڌارمڪ رسالو "آتم درشن" جاري ڪيائين. رسالي "ڦلواڙي" جو ايڊيٽر رهيو. ڪستور ٻاناري پاٺشالا جو مئنيجر ۽ سِڌا سڀا جو صدر رهيو آهي. ٻارڙن جي ٻاريءَ ۾ بہ مکيہ ڪردار ادا ڪيائين. هن جي لکيل ۽ ترجمو ڪيل ڪتابن جو وچور هن ريت آهي: "شري رام ڪرشن" (1936)، "برهمچاريہ" (مهاتما گانڌيءَ جي ڪتاب جو ترجمو: 1937ع)، "جڳت گرو سوامي وويڪانند" (1940)، "روشن راهہ" (والميڪ جي يوگ ورشٽ جو ترجمو: 1944)، سنڌي ٻاراڻو ڪتاب (1945)، "سنڌي پهريون ڪتاب" (1945)، "استري سنسار" (ترجمو: 1946)؛ "ڪانگريس ڪهاڻي" (1946)، "رام ورگا" (1947) اشٽا وڪر گيتا ۽ ڪلياڻ مارگ (ٽي جلد)، سياش چندر (ترجمو)، وويڪ چوڙامڻي (ترجمو)، راجپوت ڪهاڻيون (ترجمو)، رڪڙي ٻنڌن وغيره.

**پريداس ويرواڻي**: پريداس ويرواڻي مشهور قومي ڪارڪن ۽ تعليمدان ٿي گذريو آهي. هن 3 اپريل 1900ع تي هالاڻيءَ ۾ جنم ورتو هو ڪنڊياري ۾ رهندو هو ۽ اُتي هاءِ اسڪول ۾ اُستاد هو. قومي خيالن جو هو ۽ قومي هلچلن ۾ خاموش ڪارڪن طور حصو وٺندو هو. ورهاڱي کان پوءِ اجمير ۾ اچي رهيو ۽ مهاتما گانڌي وديالي ۾ ماستري ڪيائين. رٽائرمينٽ کان پوءِ بہ تعليمي ۽ سماجي ڳالهين ۾ سندس چاهہ قائم رهيو. ڪجهہ وقت لاءِ سڌار سڀا جي "بُڪ بئنڪ" جو سيڪريٽري ۽ ڪستور ٻاناري پاٺشالا اسڪول جو مئنيجر رهيو.

**پريو وفا**: سنڌ ۽ هند جي غناني (Lyrical) شاعريءَ ۾ پريو 'وفا' جو وڏو نالو آهي. سندس شمار اوائلي جديد شاعرن ۾ ٿئي ٿو. پريو وفا جو پورو نالو پريو



جوتو مل ڇڳاڻي آهي. هن 19 سيپٽمبر 1915ع ۾ لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو. بي. اي، ممبئي يونيورسٽيءَ مان ڪيائين. ورهاڱي کان پوءِ هند ۾ آل انڊيا ريڊيو تي ملازمت ڪيائين. جتان اهم عهدي تان 1973ع ۾ رٽائر ڪيائين. پريو وفا، 1930ع ۾ لاڙڪاڻي ۾ مشاعرن ۾ شرڪت سان شاعري شروع ڪئي. شاعريءَ جي حوالي سان مٿس ڪشنچند 'بيوس' جو رنگ غالب رهيو. شاعريءَ جي فن ۽ علم عروض سکڻ ۾ سندس رهنمائي، نواز علي 'نياز' جعفريءَ لاڙڪاڻي واري ڪئي. سنڌي غزل کي آسان، سرل ڪرڻ ۽ ان جي ڪئنواس کي ڪشادي بنائڻ ۾ پريو وفا، هري دلگير، نارائڻ شيام ۽ شيخ اياز جو وڏو هٿ آهي. پريو وفا غزل تہ لکيا آهن، پر بنيادي طرح هو گيت جو شاعر آهي. هن غزل، پنجڪڙا، نظم، رباعيون، ٽہ سٽا، گيت، چوسٽا، قطعا، مخمس پنج سٽا، مطلب تہ شاعريءَ جي هر صنف تي لکيو آهي. سندس شاعري پاٻوهہ ڀري آهي، جنهن ۾ مٺاس، نرمي ۽ صداقت سان گڏ جذبات جي گهرائي، احساسن جي تازگي، خيالن جي شگفتگي ۽ معنويت جو دلڪش ميلاپ آهي.

وفا هڪ پختو، برک ۽ بلند پرواز شاعر آهي، پنجڪڙن جو موحد آهي، ٽہ- سٽن تي بہ دسترس رکي ٿو. ٽہ - سٽن تي مشتمل ڪتاب 'آئينا ۽ عڪس' ڇپيل اٿس. هن جي خيالن جي بندش اثر انگيز ۽ سندس نازڪ خيالي قابل داد آهي. هن جي دل عشق سان زنده ۽ جوان آهي، هر صورت ۾ جمال جو مشاهدو ماڻيندڙ، غريبن لاءِ همدردي رکندڙ، ٻيائيءَ ۽ تعصب کان پاڪ، وطن دوست، سنڌ تي ساهہ ڇڏيندڙ شاعر آهي. پريو 'وفا' جي شاعريءَ جا هيٺيان ڪتاب ڇپيل آهن:

(1) 'جهنڪار' (1955ع)، (2) 'پرواز' (گيت، غزل، نظم ۽ رباعيون: 1962ع)، (3) 'سرخ گلاب، سرها خواب' (پنجڪڙا: 1980ع)، (4) 'مان ازل جي اُڄ آهيان' (گيت، غزل، نظم، بيت: 1990ع)، (5) 'تون ساگر مان لهر' (گيت، غزل، نظم ۽ شرڌانجليون: 1993ع)، (6) 'آئينا ۽ عڪس' (ٽہ سٽا/ هائيڪو: 1994ع) ۽ (7) 'سڄ لهڻ تي آ' (2000ع).

سندس شعري مجموعن ۾ "سرخ گلاب، سرها خواب" تي 1981ع ۾ مرڪزي ساهتيہ اڪادمي ڪئش اوارڊ ۽ مهاراشٽر سرڪار گورو پُرسڪار (اوارڊ) "مان ازل جي اُڄ آهيان" تي سينٽرل هندي ڊائريڪٽوريٽ پاران ٽرافي ۽ ڪئش اوارڊ (1992ع) مليل آهن. ان کان سواءِ سندس ادبي خدمتن تي سهيوڳ فائونڊيشن بمبئيءَ پاران نارائڻ شيام ٽرافي ۽ ڪئش اوارڊ، نئين دنيا ممبئيءَ جي ايڊيٽر اي. جي. اتم پاران ڪئش اوارڊ، پدم شري رام پنجواڻي ميموريل ٽرافي ۽ شال، فرينڊس آف انٽرنيشنل پاران 1979ع ۾ ڪل سنڌ ڀارت سنڌي مشاعري جي موقعي تي ٽرافي ۽ شال، 1993ع ۾

رام بخشاڻي ٽرسٽ پاران ماتا ايشوريءَ جي ياد ۾ ساهتڪار جنرل اوارڊ، روڪ رقم، ٽرافي ۽ شال ۽ پريه درشن اڪيڊميءَ پاران ممبئيءَ ۾ اوارڊ (1998ع) ملي چڪا آهن.

پريو وفا آل انڊيا ريڊيو لاءِ ڪيترا فيچر، جهڙوڪ: جنگ آزادي، سنڌي سنت ڪنور ڀڳت، هولي، ڏياري وغيره تيار ڪيا. سندس ڪتاب ”سرخ گلاب، سرها خواب“ مان ”مان خوشبوءِ“ عنوان واري نظم کي سوويت سرڪار پاران چونڊي، ”ويهين صديءَ جي انڊين شاعريءَ جي چونڊ“ ۾ شايع ڪيو ويو آهي. سندس ڪتاب ”سرخ گلاب، سرها خواب“ ايم. اي سنڌيءَ جي ڪورس تي رکيل آهي ۽ سندس ڪيترا شعر پونا بورڊ ۽ گجرات بورڊ پنجين کان ٻارهين ڪلاس جي نصابي ڪتابن ۾ شامل ڪيا آهن. پريو وفا، خليل جبران جي ڪتاب ”پيغمبر جو پيغام“ نالي سان ترجمو به ڪيو هو، جيڪو سينٽرل هندي ڊائريڪٽوريٽ 1983ع ۾ ڇپايو هو. شاعريءَ ۾ سنڌ جون ناميارون شاعرائون، سندري اُتمچنداڻي، پارو چاولا، ريٽا شهاڻي ۽ اندرا شبنم سندس شاگرديائڻيون آهن.

**پرتاب (رسالو)**: هيءُ رسالو مئي 1926ع کان نڪرڻ شروع ٿيو جنهن جو ايڊيٽر دوارڪا پرساد روچي رام شرما يجرويدي هو. هيءُ ماهوار رسالو حيدرآباد مان شايع ٿيندو هو.

**پرتاب راءِ مُنشي**: ٽالپرن جي دور جي شخصيت، پرتاب راءِ منشي، مير صوبدار خان جو خاص منشي هو. جڏهن سال 1826ع ۾ مير صوبدار خان، پنهنجن چاچن سان ملڪيت جي معاملي ۾ رنج ٿي فساد ڪرڻ ۽ لشڪر ڪڏ ڪرڻ لڳو، تڏهن ان خرچ جي پورائي لاءِ هن منشي پرتاب راءِ جي معرفت زيوَر وڪڻي بندوبست ڪيو. ميرن جو صلاحڪار منشي پرتاب راءِ شهدادپور ويجهو لاڏين ۾ رهندو هو. بعد ۾ جلالاڻي بلوچن ڪيس قتل ڪري ڇڏيو.

**پرتاب مينگهراج پرسواڻي**: اداڪار، ليکڪ ۽ هدايتڪار پرتاب مينگهراج پرسواڻي، 8 فيبروري 1966ع تي شڪارپور ۾ ڄائو. بي. اي ۽ بي. ايس. سي تائين تعليم حاصل ڪيائين. اداڪار طور ائن ناٽڪن ۾ ڪم ڪيائين، جڏهن ته ڪجهه انگريزي ۽ هندي ڊاڪيومينٽري فلمون به ٺاهيائين. ليکڪ جي حيثيت ۾ سندس سائنس فڪشن ۾ سنڌي ۽ انگريزيءَ ۾ ڪتاب شايع ٿيل آهن. سندس ڪجهه ڪوتائون اردوءَ ۾ به شايع ٿيل آهن. ورهاڱي بعد ماهيم، بمبئيءَ ۾ رهائش اختيار ڪيائين.

**پرتاب نارائڻ داس تنواڻي**: راڳي پرتاب تنواڻي، 12 اپريل 1929ع ۾ سلطان ڪوٽ، تعلقي شڪارپور ۾ ڄائو. مئٽرڪ تائين تعليم حاصل ڪيائين. لاتعداد گيت ترتيب ڏئي ڳايائين. شاستري سنگيت ۾ پربکار امتحان پاس ڪيائين. آل انڊيا ريڊيو تان سندس ڪيترائي گيت نشر ٿيا، خاص ڪري غزل جي گائڪيءَ ۾ مهارت رکندڙ هو. سندس رهائش پونا (ڀارت) ۾ آهي.

**پرتاب هرگنداس ڏنواڻي، 'جادوگر نماڻو'**: ناميارو جادوگر ۽ آل انڊيا مئجڪ سرڪل جئپور جو صدر، پرتاب ڏنواڻي عرف جادوگر نماڻو، ٻهرين آگسٽ 1937ع تي لاڙڪاڻي ۾ ڄائو. مئٽرڪ تائين تعليم پرايائين. بعد ۾ جادوءَ جي فن کي اختيار ڪيائين. سنڌ جي سمورن وڏن شهرن ۾ جادوءَ جا پروگرام پيش ڪيائين. گجرات مئجيشن ائسوسيئيشن، بڙودا جو سيڪريٽري به رهيو ان کان سواءِ اڏيپور مان نڪرندڙ 'ڪلاشرنڪلا' جي فني صفحي جو ايڊيٽر به رهيو.

**پَرتال/ پَڙتال**: روينيو کاتي جي اصطلاح ۾ زرعي زمين جي چڪاس، جنهن موجب معلومات وٺبي آهي ته ڪيتري زمين آباديءَ هيٺ آهي ۽ ان ۾ ڪهڙيون جنسون پوکيل آهن. گهڻو ڪري پڙتال تپيدار ۽ مختيارڪار ڪندا آهن ۽ پنهنجن پنهنجن ڪاتن ۾ داخلا رکندا آهن. هاڻي هي لفظ هر قسم جي جاچ لاءِ استعمال ڪيو وڃي ٿو.

**پرٿوي راج چوهاڻ**: پرٿوي راج چوهاڻ، دهليءَ ۽ اجمير جو آخري هندو راجا هو جيڪو 'راءِ پتورا' جي نالي سان به مشهور هو هن جي بهادريءَ جا قصا اتر هندستان ۾ مشهور آهن.



1191ع ۾ هن محمد غوريءَ کي تراوڙي جي ميدان تي شڪست ڏني هئي، پر 1192ع ۾ محمد غوريءَ کيس شڪست ڏئي قتل ڪري ڇڏيو. پرٿوي راج ۽ سميڪتا جو قصو مشهور آهي، جنهن کي پوءِ جي هندي شاعرن عشقيه ۽ سورهيائيءَ جي قصي طور ڳايو. هندي ۽ گجراتي ادب ۾ هن بابت گهڻو ڪجهه لکيو ويو آهي. ”پرٿوي راج راسو“ اهڙي ئي هڪ تصنيف آهي. ڪجهه عرصو اڳ هڪ هندستاني نجي ٽي. وي. تان پرٿوي راج جي زندگيءَ تي هڪ ڊرامو پڻ نشر ٿيو هو.

**پَرٽُ**: پرٽ ”ڌوٻي“ يا ”ڪٽيءَ“ کي چئبو آهي. هي هڪ قديم لفظ آهي، جيڪو اڄڪلهه ذري گهٽ متروڪ ٿي چڪو آهي. 'پرٽ' مرد ڌوٻي/ڪٽيءَ کي ۽ 'پرٽ' يا 'پرٽياڻي'، ڌوٻياڻيءَ يا ڪٽياڻيءَ کي چئبو آهي. سسئيءَ جي پالنا جيئن ته هڪ ڪٽيءَ ڪئي هئي، ان ڪري سسئيءَ جي حوالي سان شاهه لطيف هن لفظ جو استعمال ڪيو آهي:

مون ڪميڻيءَ لاءِ، پُنهون ٿي پرٽُ پيو!

(سُر ديسي)

**پرپورل سائڪوس** (Puerperal Psychosis): هي بيماري چريائپ جهڙي ٿيندي آهي، جيڪا عورتن کي ٻار ڄڻڻ کان پوءِ ڪجهه هفتن اندر ٿيندي آهي. هن بيماريءَ ۾ ڪا عورت ٻار کي پنهنجو ڪرڻ کان به انڪار ڪري سگهي ٿي، ”هي ٻار منهنجو نه آهي، الائي ڪير آهي، جن جو آهي خراب آهي، بدشڪل آهي“ ڪيس ڪير نه پياريندي، ڪيس مارڻ ۽ زخمي ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي، ڪڏهن گهڻو ڏئي يا ڪنهن ٻئي طريقي سان ماري ختم ڪري سگهي ٿي. ٻيا به ڪيترن قسمن جا شڪ شبها ٿي سگهن ٿا. مثلاً: آئون خراب آهيان، مون کي غيبي آواز ٻڌڻ ۾ اچن ٿا، جنات ۽ فرشتن جا آواز ٻڌڻ ۾ اچن ٿا يا ماڻهو منهنجي خلاف آهن، دشمن ٿي پيا آهن، مون کي ۽ منهنجي ٻار کي ماري ۽ ختم ڪرڻ چاهين ٿا. هن بيماري دوران عورت پنهنجي صفائي، لٽي ڪپڙي کان لاپرواهه ٿي سگهي ٿي، مطلب ته چريائپ جهڙي ڪا به حالت ٿي سگهي ٿي. عورت کي هڪ دفعو هي بيماري ٿيڻ کان پوءِ وري ان جي حملي ٿيڻ جا امڪان رهن ٿا. اهڙي بيماريءَ جو باقائده علاج نفسيات جي ڊاڪٽر کان ڪرائڻ ئي بهتر هوندو آهي.

**پردو/ پڙدو**: پوش، ڪپڙي جو ڍَڪُ، دريءَ وغيره کي آڏو ٽنگيل ڪپڙو، منهن ڍڪڻ لاءِ ڪپڙي جي چادر، برقعو وغيره.

پردو هڪ قديم سماجي رسم آهي، جنهن ذريعي عورتون پنهنجو جسم ڍڪينديون هيون/ آهن، ته جيئن نامحرم مردن جي نگاهن کان بچي سگهجي.

پردو، اسلام کان اڳ به موجود هو، پر اها ڳالهه اجا تائين معلوم نه ٿي سگهي آهي ته پردي جي شروعات ڪيئن ۽ ڪڏهن ٿي؟ قديم هندستان، يونان، ايران ۽ چين ۾ به پردو مروج هو. بعد ۾ جڏهن مذهبن ۾ اصلاح پسند ترميمون ۽ تبديليون ٿيون ته معاشرتي تبديليءَ مطابق ڪيترن اصولن، قاعدن، ضابطن ۽ اخلاقي پابندين کي بدلايو ويو ته پردي جو رواج به گهٽ ٿيندو ويو.

اسلام جي اوائلي دور واري معاشري ۾ پردي جي سختيءَ سان پابندي هئي. جسم ڍڪڻ سان گڏ چهرو لڪائڻ لازمي هو ۽ گهر کان ٻاهر نڪرڻ جي منع هوندي هئي، پر اڳتي هلي ان رواج ۾ تبديلي آئي. عورتن جنگين ۽ ٻين معرڪن ۾ به شرڪت ڪئي. اسلامي دور ۾ اهڙا ڪيترائي مثال ملن ٿا.

پردي يا حجاب جو بيان، قرآن شريف جي سورة النور ۽ سورة احزاب ۾ موجود آهي. سورة النور جي 30 ۽ 31 آيت ۾ آهي ته:

> ”چئو ايمان وارن مردن کي ته پنهنجون نظرون هيٺ رکن ۽ باعصمت رهن. اها انهن لاءِ پاڪيزگي آهي. بيشڪ الله کي معلوم آهي، جيڪي هو ڪن ٿا ۽ چئو ايمان وارين عورتن کي ته پنهنجون نظرون هيٺ رکن ۽ باعصمت رهن ۽ صرف اهڙي زينت/ آرائش ظاهر ڪن، جيڪا ظاهري طور ڏسڻ ۾ اچي.“ (النور 30-31، ترجمو: ’دي گلوريس قرآن‘: پڪٿال).

مٿين آيتن ۾ آيل لفظ ’زينت‘ جي معنيٰ ۽ مفهوم تي عالمن ۾ اختلاف موجود آهي. جيئن ته عورتن کي زيب ۽ زينت سان پنهنجي نمائش ڪرڻ کان منع ڪيو ويو آهي. ان جو مطلب ڪن عالمن ’گهر اندر رهڻ‘، ته ڪن ’گهر کان ٻاهر پاڻ کي ڍڪڻ‘ ۽ ڪن ’سڄو جسم ڍڪڻ‘ ته ’ڪن هٿ ۽ منهن کولڻ جي اجازت‘ ورتو آهي.

انهن سمورين اختلافي ڳالهين کي مولانا مودوديءَ هن ريت واضح ڪيو آهي ته:

”اسلامي قانون ۾ پسنديده صورت اها آهي ته هوءَ (عورت) گهر اندر رهي، پر هن باب ۾ زياده سختي ان لاءِ ڪانه ڪئي وئي آهي، جو ڪن حالتن ۾ عورتن جو گهرن کان ٻاهر نڪرڻ ضروري ٿي پوندو آهي. ٿي سگهي ٿو ته عورت جو ڪو سرپرست نه هجي، اهو به ممڪن آهي ته خاندان جي محافظ جي مفلسي، روزگار جي تنگي، بيماري، معذوري يا ٻين اهڙن سبب جي ڪري عورت ٻاهر ڪم ڪرڻ تي مجبور ٿي وڃي. اهڙين سڀني صورتن ۾ شرعي قانون ۾ ڪافي گنجائش رکي وئي آهي.“

حديث ۾ آهي ته: ”توهان پنهنجين ضرورتن لاءِ گهر کان ٻاهر نڪري سگهو ٿيون.“ انهيءَ ڳالهه مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته اسلامي قانون آسانيون پيدا ڪرڻ کي ترجيح ڏئي ٿو

ٻئي طرف وري سورة احزاب مان آيت نمبر 32، 33، 53، 54 ۽ 55 ۾ آيل احڪامن جي باري ۾ پڻ ڪن عالمن جو خيال آهي ته اهي ’حڪم نبي سڳوري صلعم جن جي ’ازدواجِ مطهرات‘ (پاڪ بيبين) لاءِ آهن ۽ اهي حڪم عام عورتن تي لاڳو نه ٿا ٿين.

هڪ حديث ۾ نبي اڪرم صلي الله عليه وسلم جن مسلمانن کي شاديءَ کان اڳ پنهنجي ٿيڻ واري ڪنوار کي ڏسڻ جي به ڳالهه ڪئي آهي. معنيٰ ته هڪ غير مرد، شاديءَ جي خيال کان به ڪنهن عورت کي ڏسي سگهي ٿو ته پوءِ پردي جو اهو تصور ڪيئن ٿو لاڳو ٿي سگهي، جنهن ۾ مڪمل طور روڪ هجي.

جيئن ته قرآن ڪريم، الله پاڪ جو ڪلام آهي ۽ عام ماڻهن جو علم ان کي سمجهڻ جي سگهه نٿو رکي، ان ڪري ان جا تفسير مختلف عالم مختلف ڪن ٿا، جيڪي پاڻ به عقلِ ڪُل ناهن ۽ اهي پنهنجي سماجي ۽ ثقافتي پس منظر توڙي پنهنجي فقهي ۽ مسلڪي سوچ موجب تفسير ڪن ٿا. اُنهي ڪري به مونجهارا پيدا ٿين ٿا. ان ڏس ۾ علامه آءِ. قاضي لکي ٿو ته:

> ”خدا تعاليٰ قرآن شريف ۾ صاف صاف چيو آهي ته خدا صرف پاڻ تي ضابطو رکندڙ مردن ۽ عورتن کي پسند ڪري ٿو پوءِ چو نه مردن ۽ عورتن کي آزاد ڇڏيو وڃي ته هو خدا تعاليٰ اڳيان پنهنجون لياقتون ۽ خاصيتون ظاهر ڪري سگهن.“

[حوالا : (1) *Modern Challenges to Muslim Families: by Kausar Niazi, Shah Muhammad Ashraf, Lahore: 1976,*

(2) ’پردو‘: ليکڪ سيد ابوالا عليٰ مودودي. مترجم: سومار علي سومرو. محمد بن قاسم سنڌي ادبي سوسائٽي حيدرآباد: 1978.

(3) ’حقوق الزوجين‘: سيد ابوالا عليٰ مودودي، دفتر رساله ترجمان القرآن، لاهور.

(4) اسلام ۾ عورت- علامه آءِ آءِ قاضي، رساله ’شاعر‘: جولاءِ- ڊسمبر1957ع]

جديد دور جي تقاضا اها آهي ته مسلمان ايترو علم حاصل ڪن جو پاڻ قرآن پاڪ پڙهي، سمجهي ۽ اسلام جو صحيح روح ماڻي سگهن. برصغير جي مسلم معاشري ۾ پردي لاءِ عورتون برقعا، چادريون ۽ چادرون اوڍينديون آهن.



هن وقت پردو ’حيا‘ ۽ ’حجاب‘ جي مفهوم تائين محدود ٿي ويو آهي. مختلف عورتون مختلف نمونن سان پردو ڪن ٿيون. اڄڪلهه اسڪارف ۽ حجاب جو پڻ رواج عام آهي.

**پرديپ**: سنڌي ٻوليءَ جي شاعر ۽ ليکڪ ’پرديپ‘ جو اصل نالو ڪرشن لعل ٻجاج آهي، جيڪو 15 فيبروري 1935ع تي ڳڙهي ياسين، ضلعي شڪارپور ۾ ڄائو. ايم. اي تائين تعليم حاصل ڪيائين. سندس ڇپيل ڪتابن ۾ ’سچ جي راهه‘ ۽ ’جيڪڏهن مان چنڊ تي وڃان‘ شامل آهن. هندي ٻوليءَ جي ٻن اخبارن ’يگ ڌارا‘ ۽ ”نيو ڀارت ٽائمس“ لاءِ ڪم پڻ ڪيائين. سندس رهائش ٻجاج نواز، الهاس نگر (ڀارت) ۾ آهي.

**پرديپڪي** (راڳڻي): ڪافي راڳ جي اوڊو سمپورن راڳڻي آهي، جنهن جي آروهي ۾ رکب ۽ ڌيوت ورج آهن ۽ امروهي سمپورن اٿس. مندر ۽ مڌ استان جي سرن تي پٽ منجريءَ کان پوءِ ڳائبي آهي. هن جي ڪجھ ڪجھ شڪل پيم پلاسيءَ سان ملي ٿي، پر پيم ۾ مڌم وادي آهي ته هن ۾ کرج وادي آهي. هن راڳڻيءَ جي آروهي ۾ رکب ورج ته نه آهي، پر دربل ضرور آهي. هن ۾ ٻئي گنڌارون استعمال ٿين ٿيون.

هن جي تان: گا- ري ري- سا- نا- ڌي- پا- سا- نا سا — گا- ري سا سا- گي- ما ما — پا- ما پا — نا نا — سَا — رَي- نا ڌي پا- ڌي ما پا — گا- ري- نا سا آهي. هن جي آروهي: نا سا گي ما- پا نا سا ۽ امروهي: سا نا ڌي پا ما- گاري سا آهي، جڏهن ته وادي سُر: کرج ۽ سموادي سُر: پنچم آهي. هن جي ڳائڻ جو وقت ٽيهري آهي.

راڳ ساگر ۾ هن راڳڻيءَ کي ڪاڊو ڪري لکيو ويو آهي.

**پرديسيءَ جو پيار** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب مير الهه بخش ٽالپر جو ناول آهي. ڪرائون سائيزواري هن ڪتاب ۾ 143 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو چار آنا آهي. پهريون، ڇاپو جامع عربيه پريس، حيدرآباد مان، سال 1952ع ۾ ڇپيو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو سال 1969ع ۾ شايع ٿيو.

**پرڏان روپچند، ڊاڪٽر**: ڊاڪٽر پرڏان ولد روپچند، ذات جو سوٿهڙ آهي. هن 13 جون 1944ع تي ڳوٺ مهڪي جي تڙ، تعلقي ڇاڇري، ضلعي ٿرپارڪر ۾ جنم ورتو. سندس شمار ٿرپارڪر جي اهم سماجي ۽ ادبي شخصيتن ۾ ٿئي ٿو. هن پرائمري تعليم ڳوٺ جنجهي، تعلقي ڇاڇري ۾ پرائي. هاءِ اسڪول ڇاڇري مان 1961ع ۾ مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيائين. شاهه عبداللطيف ڪاليج ميرپورخاص مان 1963ع ۾ انٽر ڪيائين ۽ 1969ع ۾ لياقت ميڊيڪل ڪاليج ڄامشوري مان ايم. بي. بي. ايس ڪيائين.



ڊاڪٽر پرڏان لکڻ جي شروعات 1960ع ۾ مئٽرڪ دوران ڪئي. سندس هڪ ڪتاب ”سون سريکيون سارونٽيون“ 2010ع ۾ امرتا پبليڪيشن حيدرآباد پاران ڇپائي پڌرو ڪيو ويو آهي ۽ ”جيڪي مون سکيو ۽ لکيو“ ڇپائيءَ جي مرحلي ۾ آهي. ان کان سواءِ سندس لکڻيون ڪيتري عرصي کان مختلف مخزنن جهڙوڪ: همدرد، لطيف مئگزين، لياقت مئگزين، عبرت مئگزين، مهراڻ، امرتا ۽ جاڳرتا ۾ ڇپجنديون رهيون آهن. سندس لکڻين ۾ ترجما، ڪهاڻيون ۽ شاعري شامل آهن. ڊاڪٽر پرڏان ڪيترن ئي سالن کان ٽنڊي الهيار ۾ پنهنجي خانگي اسپتال هلائي رهيو آهي ۽ مستقل رهائش ميرپورخاص شهر ۾ اٿس.

**پرڏيهي پير**: بلڙيءَ ويجهو مشهور بزرگ سيد ابراهيم شاهه کي عرف عام ۾ ”پرڏيهي پير“ چوندا آهن. ماڻهن ۾ هڪ روايت آهي ته هن بزرگ جي قبر جي پرسان اهڙا وڻ هوندا هئا، جن کي ڪنهن جو اتفاق سان هٿ لڳي ويو ته هو مري ويندو هو اها حالت ڏسي شاهه ڪريم سندس قبر تي آيو ۽ اچي چيائين ته: ”جيئرا ماڻهو نفس ماريندا آهن، پر تون مئل ٿي ڪري جيئرا ٿو مارين؟“ چون ٿا ته انهيءَ ڏينهن کان وٺي اهو سلسلو بند ٿي ويو سمجهه ۾ اچي ٿو ته اها روايت ضعيف الاعتقاد جي ڪري عام ٿي هوندي. قاضي احمد (تعلقي دولتپور) کان ڏاکڻي طرف ٻن ميلن طرف به ’پرڏيهي/ پرديسي پير‘ جي قبر مشهور آهي، جتي ڳوٺاڻيون عورتون باس باسي، ’ڪُنڙيون‘ لاهينديون آهن.

**پرسادُ**: ڪنهن خاص ڏڻ جي موقعي تي رڌل خاص قسم جي ڪاڌي کي ’پرساد‘ چئبو آهي. اُهو ڪاڌو، جيڪو مندر يا گرودواري ۾ ڪٿا کان پوءِ مٺائيءَ يا سِيري وغيره جي صورت ۾ ورهايو وڃي ٿو جيئن مسلمانن ۾ ’نياز‘ ڏيندو آهي.

**پرسارٽي**: هيءَ هڪ ٻوٽي آهي، جنهن کي لاطينيءَ ۾ ’Paederia Foetida‘، عربيءَ ۾ ’بذر القراص‘، پنجابيءَ ۾ ’ڪيپ‘، هنديءَ ۾ ’گند پرسارني‘، بنگاليءَ ۾ ’گانڌالي‘، گجراتيءَ ۾ ’گنڌنا‘، اردوءَ ۾ ’گنڌانا‘ چيو ويندو آهي. هي 'Rubiaceae' آڪهه سان تعلق رکندڙ ٻوٽي آهي. هي هندستاني ٻوٽي ول وانگر ٿيندي آهي. هن جا پن ويڪر ۾ 2.5 کان 3.8 سينٽي ميٽر ٿيندا آهن. جڏهن ته انهن جي ڊيگهه پنجن کان ساڍا ست سينٽي ميٽر هوندي آهي. هن ٻوٽي جون ڏانڊيون 1.3 کان 3.8 سينٽي ميٽر هونديون آهن ۽ ان جا گل واڱڻائي رنگ جا ٿيندا آهن. پنن جو ذائقو تيز ۽ ڪٺو هوندو آهي. هٿ سان مهٽبا ته انهن مان ڪاربان ڊاءِسلفائيڊ جي بوءِ ايندي. برسات جي موسم ۾ هن جا ٻوٽا پنگ سان سان گڏ ڦٽندا آهن. پنجاب، بنگال ۽ آسام ۾ عام جام ٿئي. هيءَ جڙي ٻوٽي طبابت جي ڪم اچي ٿي.


پرسارٽي ٻوٽي

**پرسانُ**: ٻوٽي جو هڪ قسم، جيڪو دوا طور ڪم ايندو آهي. هن ٻوٽيءَ جون ٽاريون سنهيون ۽ ڳاڙهيون ٿينديون آهن. ڪوهن، درياهه وغيره جي ڪپ تي پوسل ۾ ٿيندو آهي.

**پرسرام ارجن داس ”ڪمل“**: ليکڪ ۽ شاعر پرسرام ارجن داس ”ڪمل“ ڪنڊڪوٽ ضلعي جيڪب آباد ۾ ڄائو سندس جنم جي تاريخ معلوم نه ٿي سگهي آهي. بي. اي تائين تعليم حاصل ڪيائين. سندس ڇپيل ڪتابن ۾ ’ڪمل جون ڪهاڻيون‘ (1955ع)، ’سک جي سوغات‘ (1960ع)، ’پيار ڪري پڇتاءُ‘ (1972ع)، ’امير غريب‘ (1973ع) ۽ ’ٻارڙا ٻچيءَ جا هارڙا‘ (1979ع) شامل آهن. بعد ۾ ڀارت هليو ويو جتي الهاس نگر ۾ رهندو هو

**پرسرام ’ضياءُ‘**: سنڌ جي ٻهڳڻي شاعر پرسرام ’ضياءُ‘ جو جنم، 11 جولاءِ 1911ع تي ٽنڊي آدم جي رهاڪو هيرانند سچاننداڻيءَ جي گهر ۾ ٿيو هن ابتدائي تعليم ٽنڊي آدم ۾ حاصل ڪئي، بعد ۾ هو نوابشاهه

ڏانهن لڏي ويا. نوابشاهه شهر ۾ هن سنڌي فائنل جو امتحان پاس ڪيو. وڌيڪ تعليم حاصل نه ڪري سگهيو، پر عربي، فارسي ۽ انگريزيءَ ۾ سٺي ڄاڻ هئس. گذر سفر لاءِ هن هڪ سيٺ جي دڪان تي خانگي نوڪري به ڪئي ۽ بعد ۾ پنهنجو ڪپڙي جو دڪان کوليائين. ادبي سرگرمين ۾ گهڻو سرگرم رهيو. نوابشاهه ۾ هو مراد علي 'ڪاظم' جو شاگرد ٿيو. پرسرام 'ضياءُ' اتي "بزم ادب" جو پايو وڌو ۽ 1947ع ڌاري "ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس" منعقد ڪرائي، جنهن جو پاڻ سيڪريٽري هو هن ننڍي عمر ۾ ئي شاعري شروع ڪئي. جوانيءَ ۾ سندس طبيعت عشق مجازي ڏانهن مائل هئي، پهرين سندس تخلص "پرسو" هو پر پوءِ "رنجور" تخلص اختيار ڪيائين. سندس هيٺيان شعري مجموعا ڇپيا آهن: (1) "گلزار رنجور" (1936ع)، (2) "تصوير احساس" (1943ع)، (3) "باغ بهار" (ٻاراڻا گيت: 1954ع)، (4) "آلاپ ضياءُ" (گيت ۽ غزل: 1959ع)، (5) "ادبي گل" (1978ع)، (6) "پيغام ضياءُ" (گيت ۽ غزل: 2000)، (8) "گيت برهه جا" (ورهاڱي جا گيت).

سندس شعري مجموعي "تصوير احساس" تي سنڌ سرڪار پاران انعام مليو هو. سنڌ ۾ 'سنڌي مشاعرن' ۾ شرڪت ڪندو هو جتي ڪيس وڏو داد ملندو هو.

ورهاڱي بعد پرسرام 'ضياءُ' سنڌ کي الوداع ڪري ڀارت هليو ويو ۽ الهاس نگر ۾ مستقل رهائش اختيار ڪيائين. هن بمبئيءَ مان نڪرندڙ سنڌي اخبارن ۾ "سُوٽائي"، "سودائي" ۽ "سپاهي" تخلص سان ڪيترا طنزيه نظم ڇپايا، جن ۾: "سگريٽ باز جا گفتا"، "سپاهيءَ جا سخن" وغيره ڏاڍا مقبول ٿيا. هن سماجي اوڻاين، چور بازاري، مهانگائيءَ، ڏيتي ليتيءَ ۽ زندگيءَ جي بدلجندڙ قدرن تي ڪيترا نظم به لکيا. پرسرام ضياءِ نعتيه ڪلام به لکيو. جنهن بابت پروفيسر اجواڻيءَ ۽ پوپٽي هيرانندڻيءَ پنهنجي ادبي تاريخن ۾ اُن ڪلام کي "غير فطري" سڏيو هو هن پنهنجي شاعريءَ ۾ عربي ۽ فارسي لفظ، محاورا ۽ تشبيهون به ڪم آنديون آهن. سندس ڪلام قومي درد، عام انسان سان همدردين ۽ احساسن سان ڀرپور آهي. ورهاڱي جي رد عمل ۾ هن جو نظم "پٽي پٽي پوهوءَ ماءُ" تمام گهڻو مقبول ٿيو جنهن ۾ ڌرتيءَ کان ڌار ٿيل شرنارٿين جي دردن جو عڪس چٽيل آهي.

پرسرام 'ضياءُ' زندگيءَ جو پويون عرصو "سنڌو ايجوڪيشن سوسائٽي، الهاس نگر" جي سنڌي اسڪولن ۾ ماستري ڪئي، صوفي درويش ڊاڪٽر روچلداس جي صحبت ۾ مٽس روحاني رنگ چڙهيو سنڌ کان وٺي پرسرام 'ضياءُ' جو ماسٽر چندر سان نينهن جو ناتو رهيو هو ۽ اهو دوستيءَ جو ناتو هند ۾ سيٽپي ۾ بدليو ماسٽر چندر جي وڏي پٽ گوپ پرسرام 'ضياءُ' جي نياڻيءَ سان لائون لڌيون. پرسرام 'ضياءُ' جو ڪلام ماسٽر چندر ڳائي وڌيڪ مقبول ڪيو هن ڪيترين سنڌي فلمن جهڙوڪ: 'اباڻا'، 'لاڏلي'، 'جهولي لال' ۽ 'انصاف ڪٿي آهي' لاءِ گيت به لکيا. سندس ڪلام ماسٽر چندر کان سواءِ ڀلوسي راڻي، رام پنجواڻي، ڀڳونتي ناواڻيءَ ۽ ٻين ڳايو ڪيس مقبول عام شاعر بڻائي ڇڏيو سندس ڪلام ۾ رومانوي رنگ وڌيڪ آهي ۽ غزل نهايت اثرائتا ۽ دل کي ڇهندڙ آهن. هن سکمني، شريمد ڀڳوت گيتا، ويد منتر جپ صاحب ۽ نائين محلين جا سلوڪ سپڪ ۽ سادي سنڌي شاعريءَ ۾ ترجمو ڪيا. ڀڳونتي ناواڻيءَ پرسرام ضياءِ جي ترجمو ڪيل سکمني پنهنجي مڌر آواز ۾ ڳائي ڪيس امر ڪري ڇڏيو آهي. ضياءِ صاحب ٻارن لاءِ به گيت لکيا آهن. هو عوام جو مقبول ترين شاعر هو هن کي ڪيترين سنڌي پنچائتن ۽ تنظيمن ٽرافيون ۽ انعام ڏنا. ڪيس وزارت تعليم هند پاران 1958ع ۾ اوارڊ ڏنو ويو. هن 28 آڪٽوبر 1958ع تي لاڏاڻو ڪيو.

**پرسرام مشتري پاٽيا**: منشي پرسرام ٺٽوي ذات جو پاٽيا هو. هو فارسي ۽ اردو زبان جو مشهور شاعر ٿي گذريو آهي. هي فصاحت ۽ بلاغت جو ماهر ۽ علم معاني ۽ بيان کان واقف هو. فارسيءَ ۾ "مشتري" ۽ اردو ۾ "بيربل" تخلص ڪتب آڻيندو هو. فارسي شاعريءَ ۾ مير علي شير قانع ٺٽويءَ جو شاگرد ۽ اردو شاعريءَ ۾ مير محمود صابر رضوي ٺٽويءَ جو شاگرد هو. اردو ۽ فارسي ٻنهي زبانن جا الڳ الڳ ديوان جوڙيائين. جنهن وقت مير علي شير قانع ٺٽوي "تذڪره مقالات الشعرا" لکي رهيو هو ته ان وقت (1174هه/ 1760ع) منشي پرسرام بلڪل نوجوان هو. ڪن روايتن موجب منشي پرسرام پاٽيا، مير فتح علي خان ٽالپر جي حڪومت جي دؤر (1215هه/ 1800ع) ۾ وفات ڪئي.

**پرسواڻي، سلامت راءِ**: سلامت راءِ پرسواڻي، 24 جنوري 1929ع تي ڳوٺ چنا ۾ ڄائو جيڪو ان وقت لاڙڪاڻي ضلعي ۾ هو. بعد ۾ دادو ۽ هاڻي ڄامشوري ضلعي جي تعلقي سيوهڻ ۾ آهي. هن ميٽرڪ جو امتحان گورنمينٽ هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي مان 1943ع ۾ پاس ڪيو ۽ پوري ضلعي ۾ پهريون نمبر آيو ان بعد وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ڪراچي ويو جتان ڊي جي سنڌ ڪاليج مان بي. اي جو امتحان پاس ڪيائين. ملڪ ۾ هلندڙ قومي تحريڪن کان متاثر ٿيو ۽ منجهس هندو برادريءَ جي حقن ۽ موقف جي پٺڀرائي ڪرڻ جو جذبو جاڳيو ورهاڱي کان ڪجهه مهينا اڳ هن ڪراچيءَ جي شاهاڻي ڪاليج مان ايل. ايل. بي پاس ڪئي، ورهاڱي بعد ڀارت هليو ويو، جتي مزدور تحريڪ ۾ حصو ورتائين. سُٺو ڪهاڻيڪار ۽ مضمون نگار رهيو آهي. هن 1963ع ۾ جيل مان "پٽني ڏانهن خط" عنوان سان ڪتاب لکيو جنهن ۾ هن محنت ڪش انسان جي شروعاتي دؤر کان وٺي تاريخ بيان ڪئي آهي ته ڪيئن انسان پورهيو ڪري، اڄ جي ترقي پسند دنيا جي پيڙهه وڌي. هن ڪتاب ۾ سولي نموني سنڌيءَ ۾ مارڪسواديت کي سمجهايو ويو آهي. هن ڪتاب تي سلامت راءِ پرسواڻيءَ کي 14 نومبر 1977ع تي سوويت لينڊ اخبار پاران نهرو امن اوارڊ ڏنو ويو. ڪتاب جا به ڇاپا اڳ ۾ ڇپجي چڪا هئا ۽ ان جو ٽيون ڇاپو مارچ 1977ع ۾ نارائڻ پارتي، ٽائيمس پبليڪيشن پاران ڇپائي پڌرو ڪيو. هنديءَ جي جڳ مشهور ليکڪ يشپال جي ڪتاب مارڪسواد ڪانپوءِ سلامت پرسواڻيءَ جي 1963ع ۾ ڇپيل هن ڪتاب کي ساڳي اهميت حاصل آهي. ان ڪانسواءِ جهڙي طرح جواهر لال نهروءَ پنهنجي ڪتاب "پيءُ جا ڌيءُ ڏانهن خط" ۾ دنيا جي تاريخ ڏني آهي، ساڳي طرح سلامت پرسواڻيءَ ساڳيو طريقو اختيار ڪري، خطن ۾ محنت ڪش انسان جي تاريخ بيان ڪئي آهي. مشهور ڪهاڻيڪار موهن ڪلپنا هن ڪتاب تي راءِ ڏيندي لکيو آهي:

"هي ڪتاب منهنجي خيال ۾ الف-ب جهڙو درجو رکي ٿو"

سلامت پرسواڻي، الهاس نگر جو ناميارو سنڌي وڪيل رهيو آهي. ان جي ڪارنامن ۾ اها ڳالهه به شامل آهي ته هن سنڌي تعليم جو درد رکندڙن سان گڏجي "سنڌو ايديوڪيشن سوسائٽي" الهاس نگر جو پايو وڌو.

**پرسو پڳهت** : سن 1911ع ۾ سيوهڻ تعلقي جي ڳوٺ لاسيءَ ۾ ڄائو. پرسي جو آواز وڻندڙ ۽ نهايت سوز ڀريو هو. ڳائڻ ۽ پڳهت ٻڌڻ جو شوق ننڍي هوندي کان هئس. سُر ۽ تار جو پختو هو انهن ڏينهن ۾ بوبڪن ۾ هڪ مسخرو رهندو هو جنهن جو پرسرام سان جوڙ ٿي ويو هو مسخري وجهندو هو ۽ پرسرام نچندو هو. پرسي جي جسم ۾ لچڪ هئي ۽ سندس آواز ۾ وڏو ميناج هوندو هو. جنهنڪري ماڻهن جون دليون موهي وجهندو هو. مڪمل پڳهت ٿيڻ کان پوءِ پنهنجن شاگردن سان گڏجي پڳهت وجهندو هو. کيس اترسنڌ ۾ پرسو پڳهت ۽ لاڙ ۾ وري "ڏنو پڳهت" جي نالي سان سڏيندا هئا. ڇاڪاڻ جو پڳهت دوران ڪا به ڪهاڻي ڪٿي پوري نه ڪندو هو ۽ اڌ ۾ اچي غزل ڪافيون ٻڌائي ڳالهه کي ڦيرو ڏئي ڇڏيندو هو. ورهاڱي کان پوءِ هندستان هليو ويو.

**پرسو. جي. گدواڻي، ڊاڪٽر**: سنڌي ٻوليءَ جي ناميار ليکڪ، محقق ۽ لسانيات جي ماهر ڊاڪٽر پرسي گدواڻيءَ جو مڪمل نالو پرسو جيسو مل گدواڻي هو. هن 13 آگسٽ 1937ع تي دادوءَ ۾ جنم ورتو.



ورهاڱي وقت دادوءَ جي پرائمري اسڪول ۾ چوٿون درجو پڙهندو هو. ورهاڱي کان پوءِ ڀارت لڏي وڃي پوني شهر ۾ آباد ٿيو. 1962ع ۾ دهلي يونيورسٽيءَ مان هنديءَ ۾ ايم. اي ڪيائين. پوني يونيورسٽيءَ مان 1971ع ۾ ايم. اي لسانيات ۾ ڪري، پوني جي مشهور ڊيڪن ڪاليج ۾ 1971ع کان 1986ع تائين ليڪچرار رهيو. 1986ع ۾ ساگر يونيورسٽيءَ مان هنديءَ ۾ پي. ايچ. ڊي جي ڊگري ورتائين. سندس مقالي جو عنوان "هندي ۽ سنڌي صوفي شاعرن جو تقابلي اڀياس" (A Comparative Study of Hindi & Sindhi Sufi Poets) هو. 1986ع کان ڊيڪن ڪاليج جي سنڌي شعبي جو هيڊ ۽ ريڊر رهيو. هن پوني جي انسٽيٽيوٽ آف لنگئسٽڪس مان ايسوسيئيٽ پروفيسر طور جولاءِ 1996ع ۾ رٽائر ڪيو. سندس ڇپيل ڪتابن ۾:

(1) شاهه جو شعر (1973ع)،
(2) سنڌيءَ جا ٽيهه سال (1979ع)،
(3) سنڌي ٻوليءَ جي زيارت (1989ع)،
(4) ڳيچ يا ڳيجهه (1990ع)،
(5) ڳجهارتون (1990ع)،
(6) سنڌي لوڪ ورثو (1992ع)،
(7) Similarties in Sindhi and Dravidian Languages (1996)
(8) اچو ته سنڌي سکون (1997ع)،
(9)Let's Learn Sindhi (1998)
(10) Sindhi Self Tutor
(11) سنڌي اڀياسائن جا چونڊ لفظ (1999ع)،
(12) Glimpses of Sindhi Language (2001)
(13) سنڌي لوڪ گيت: ٻوليءَ جي اوسر (2010ع).

سندس مستقل رهائش پوني ۾ هئي، پر سنڌي ٻوليءَ ۽ لوڪ ادب تي تحقيق جي سلسلي ۾ ڪڇ ۾ عارضي گهر ٺهرائي، اتي به رهائش اختيار ڪيائين، جتي پاڻ ۽ سندس گهرواري پشپا گدواڻي ڪافي تحقيق ڪئي. اتي هنن ٻنهي ڪڇ جي ڪولهي، مينگهواڙ ۽ اوڏ ذاتين بابت ڪافي ڪم ڪيو هن ساڌو واسواڻي ٽرسٽ پاران سڄي هندستان ۾ جتي سنڌي رهن ٿا، اُتي ڪمپيوٽر نيٽ ورڪ ذريعي سنڌي سيکارڻ جو ڪورس شروع ڪيو هو. جنهن رٿا هيٺ 10 هزار سنڌي استاد تيار ڪرڻا هئا. پر زندگيءَ هن جو ساٿ نه ڏنو سنڌي ٻوليءَ جي ناميار اسڪالر 24 نومبر 2004ع تي لاڏاڻو ڪيو. سندس گهر واري پُشپا گدواڻي ۽ نياڻي ڊاڪٽر چارو گدواڻي به ادبي ذوق رکن ٿيون. سندس نياڻيءَ ڊاڪٽر چارو گدواڻيءَ، والد جي وفات کانپوءِ سندس ڪتاب 'لوڪ گيت' هنديءَ ۾ سهيڙيو هو جيڪو سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ تازو 2010ع ۾ ڇپايو آهي. جنهن کي سنڌي ويس اٿارٽيءَ جي ڪارڪن پارسا رضوي ڏنو آهي.

**پرسوز بخاري**: هن سرائيڪي ادب جي نالي واري شاعر جو اصل نالو سيد احمد حسن آهي، هي ڪلاب (احمد پور شرقيه) ۾ ڄائو هو 'شعاع سرائيڪي' ۽ 'ڏاڻ'، ڪتاب لڙي جو ايڊيٽر آهي، سندس ادبي سڃاڻپ سرائيڪي شاعر واري آهي. سندس ڪتابن ۾ 'ارمان لگدي ڪچي تند'، 'حسين ميڏا يزيد تيڏا'، 'سدهاراهه'، 'اقبال بدرالشمس' ۽ 'خالق دامان محمد' ڇپيل آهن. هو هن وقت فتح پور ڪمال تعلقي لياقت پور ۾ رهي ٿو

**پرسيان**: هڪ قسم جو ٻوٽو آهي، جيڪو دوا طور ڪم ايندو آهي. هن جا سنها پن ڪائين سان گڏيل سائي رنگ تي ٿيندا آهن. حڪيم هن جو ڪاڙهو ڪنگهه، دمڪشيءَ، ڀنين جي سور، ڦڦڙن، يرقان ۽ مٽي جي سور لاءِ ڏيندا آهن. حڪيمن جو چوڻ آهي ته ڪاڙهو پيئڻ سان مٺل ٻار کي پيٽ مان ٻاهر ڪڍڻ ۾ به مدد ڏئي ٿو ان جو ٻورو ڦٽن، ناسور ۽ چٽي ڪٽي جي ڪاڏل جي ڦٽ لاءِ مفيد آهي. هن کي سفوف جي صورت ۾ استعمال ڪرڻ بدران، ڪاڙهي جي صورت ۾ ڪم آندو ويندو آهي.

**پرسيا وشان**: هن گاهه کي لاطينيءَ ۾ 'Adiantum Capillus'، عربيءَ ۾ شدالارض، فارسي ۽ اردو ۾ پرسياؤ شان، سنسڪرت ۾ چتراپدا، پنجابيءَ ۾ ڪوه بوٽي، ڪشميريءَ ۾ دم تولي، هندي ۾ هنسراج، بنگاليءَ ۾ گوياءِ لتا ۽ گجراتيءَ ۾ هنس بدي سڏيو ويندو آهي.



هن جا پن ڳاڙهاڻ مائل ٽامي جي ڪلر جهڙا ٿين ٿا. پن ننڍڙا ٿين ٿا، جن ۾ شڪل سڪڻ کان پوءِ به تبديل نه ٿيندي آهي. هن جون ٽاريون ڪاراڻ مائل هونديون آهن. ڪشمير مري، ايران ۽ ٻاهريسري ملڪن ۾ عام جام ٿئي ٿو گهڻو ڪري اهو سمجهيو وڃي ٿو ته هي سنڌ ۾ نٿو ٿئي، پر ڪجهه هنڌن تي سنڌ ۾ به ملي ٿو جيڪڏهن سنڌ ۾ هن جي پوک ڪئي وڃي ته تمام گهڻي ٿيندي. هي وکر طبيبن جي ڪم اچي ٿو

**پُرش ميڌ** (نر ٻَلي) (Human Sacrifice): قديم زماني ۾ ٻين بدرسمن کان سواءِ هڪ ٻيو هيبتناڪ رواج بہ عام هو. جنهن جو قربانيءَ سان واسطو هو. قديم هند واسي جڏهن ڪنهن جنگ ۾ سوڀارا ٿيندا هئا، تہ ڪنهن ماڻهوءَ جي قرباني ڪندا هئا. اها 'پُرش ميڌ' يعني ماڻهوءَ جي قرباني ڪوٺبي هئي. پراڻن ۾ انهيءَ قربانيءَ جي عمل کي نَرَ ٻلي يعني "نر يا مرد جي قرباني" بہ سڏيو ويو آهي. جنگ ۾ مخالف ڌر جا جيڪي ماڻهو گرفتار ٿيندا هئا، تن کي پنهنجو داس يا ٻانهو بنائيندا هئا ۽ انهن مان ڪنهن هڪ جٽي کي ٻَڪ چاڙهيندا هئا. انهيءَ رواج ۾ پوءِ هڪ عجيب ڦيرو آيو تہ يگيہ يعني قرباني اها ڪجي، جيڪا پاڻ کي وڻندي هجي. هنن جو اهو ويساهہ هو تہ ڪو ڌاريو ماڻهو قربان ڪرڻ کان بهتر آهي تہ پنهنجو ڪو ويجهو عزيز ٻل چاڙهيو وڃي تہ جيئن ديوتائون وڌيڪ خوش ٿين ۽ نتيجي طور چڱو ڦل ملي. ان بعد هو پنهنجي گهرجوئي کي پاتي قربان ڪرڻ لڳا.



پُرش ميڌ (نَر ٻليءَ) جو ڏيک

قديم زماني ۾ پيءُ کي پنهنجي اولاد ۽ ڪٽنب جي سيني ڀاتين تي ڪُلي اختيار هوندو هو. پيءُ پنهنجي پٽ کي ٻل چاڙهي ڇڏيندو هو. يا ڪو اولاد ناٺي تي نيڪال ڪري ڇڏيندو هو تہ ڪنهن کي اعتراض جي اجازت ۽ همت نہ هوندي هئي. ائترية براهمڻ ۾ هڪ روايت آهي تہ ستوادي راجا هرشچندر سُڪا ڪئي هئي تہ "مون کي جيڪو پهريون پٽ ڄمندو، سو ورڻ ديوتا تي ٻل چاڙهيندس." ڪيس پوءِ روهت نالي پٽ ڄائو پر پنهنجي سڪيلڌي پٽ کي ٻل چاڙهڻ تي دل نہ ٿيس، انڪري 'پرش ميڌ' ڪرڻ کان ٽارڻ لڳو. روهت وڏو ٿيو تہ پڻس پنهنجي سُکا بابت ٻڌايس. روهت کي پنهنجيءَ جان جو خطرو محسوس ٿيو سو جهنگ منهن ڏئي ڀڄي ويو ۽ ڇهہ ورهيہ ساندهہ ڪنهن بن ۾ لڪي گذاريائين. ائين ٻاويهہ ورهيہ لنگهي ويا. ڪنهن وقت راجا هرشچندر کي ڪوڙهہ ٿيو. ڪيس دل ۾ وهم اچي ويلو تہ ورڻ ديوتا سان سُکا نہ پاڙي اٿم، تنهنڪري هيءُ ڀوڳنا ٿو ڀوڳيان. روهت کي ڪنهن طرح انهيءَ ڳالهہ جي سڌ پئجي وئي. هيءُ صالح پٽ چوڻ لڳو تہ "منهنجو پيءُ نوبنو ٿئي، منهنجو سر وڃو تہ صدقي ٿيوا" انهيءَ اعلىٰ خيال اچڻ سان هو جهنگ ڇڏي شهر ويو ۽ پنهنجي سر قربان ڪرڻ لاءِ تيار ٿيو. واٽ تي آجيگرت نالي هڪ برهمڻ گڏيس، جيڪو ڀرگو رشيءَ جي پونيرن مان هو. هُو بک ۾ ڦاهہ پئي ٿيو. روهت چيس تہ "اي برهمڻ، جيڪڏهن پنهنجن پٽن مان هڪڙو منهنجي بدران ٻل چاڙهڻ ڏيندين تہ مان توکي هڪ سؤ ڳئون ڏيندس". برهمڻ انهيءَ آڇ تي هرڪجي پيو. هن برهمڻ کي ٽي پٽ هئا، جن مان وڏي پٽ ڏيڻ تي سندس دل نہ وري ۽ ننڍي پٽ ڏيڻ تي جوڻس جي دل نہ وري، انهيءَ ڪري وچيون پٽ شنهہ شيپ نالي روهت کي ڏنائين، جنهن پنهنجي پيءُ راجا هرشچندر کان سؤ ڳئون وٺي ڏنس. تن ڏينهن ۾ دستور هوندو هو تہ جنهن ماڻهوءَ کي ٻل چاڙهيندا هئا، ان کي اول "يُوپ" يعني ٻل واري ٿنڀي سان قابو ڪري ٻڌندا هئا ۽ پوءِ سندس سنڌ سنڌ ڪپي، يگيہ جي اگنيءَ (باهہ) ۾ وجهندا هئا. راجا هرشچندر جي ماڻهن مان ڪنهن جي بہ همت نہ ٿي، جو ڪنهن برهمڻ جي پٽ کي يوپ سان ٻڌن. انهيءَ تي چوڪري جي لوڀي پيءُ چيو تہ "مون کي جڏهن ٻيون هڪ سؤ گايون ملنديون تہ مان پنهنجي پٽ کي يوپ سان ٻڌندس". جڏهن راجا هرشچندر اها ڳالهہ قبولي، تڏهن هُن پنهنجي پٽ کي يوپ سان ٻڌو پر بالڪ کي ڪهڻ ڪنهن بہ نہ قبوليو. انهيءَ تي هن ظالم برهمڻ اجيگرت چيو تہ "مون کي جيڪڏهن ٽيون ڀيرو هڪ سؤ گايون ملنديون، تہ مان پنهنجن هٿن سان پنهنجو پٽ ڪهندس" راجا سندس اها ڳالهہ بہ قبولي ۽ هو پوءِ پنهنجي پٽ کي ڪهڻ لاءِ ڪاتي تکي ڪرڻ لڳو. چوڪري ڏٺو تہ هاڻ اجهو ٿو ڳترا ٿيان. تنهن پنهنجو ڪوبہ اوهي واهي نہ ڏسي، سچيءَ دل سان ديوتائن کي پڪاريو. سندس جگر ڏاريندڙ حالت ڏسي، شايد ديوتائن کي رحم اچي ويو ۽ جو ڪرتار جي قدرت سان جن زنجيرن سان هو جڪڙيل هو، سي پاڻ مرادو ٽٽي پيون ۽ هو آزاد ٿي پيو. ان دوران راجا جو مرض بہ ڇُٽي ويو. پرش ميڌ جي ضرورت نہ پئي. اڳتي هلي اها رسم ختم ٿي وئي.

**پرشوتم ڀگوانداس:** اداڪار، هدايتڪار، راڳي ۽ ليکڪ پرشوتم ڀڳوانداس، 13 مارچ 1927ع تي، ڪراچيءَ ۾ ڄائو. هو 'پي. بي چاند' جي نالي سان بہ مشهور هو. مختلف اسٽيج ڊرامن ۾ هدايتڪاري ۽ اداڪاريءَ جا جوهر ڏيکاريائين. "زندگي هڪ ناٽڪ" جي عنوان سان هڪ ڪتاب لکيائين. ورهاڱي بعد ڀارت ۾ ڪجهہ وقت لاءِ "جوتي ڪلامندر" جو سيڪريٽري بہ رهيو. باندرا ممبئيءَ ۾ رهائش پذير هو.

**پرڪاش** (رسالو): هيءُ ماهوار رسالو جنوري 1941ع کان نڪرڻ شروع ٿيو جيڪو حڪيم ويرومل آريہ پريميءَ گاڏي ڪاتي، حيدرآباد مان جاري ڪيو هو. هيءُ رسالو ڪوهنور پرنٽنگ ورڪس، مولو ٻبر گهٽي، حيدرآباد ۾ ڇپبو هو.

**پرڪاش مٽي، دادي:** دادي پرڪاش مٽيءَ جو اصلي نالو، رما گوپالداس



هاٿيراماڻي هو. پر مشهور دادي پرڪاش مٽيءَ جي نالي سان ٿي. هن حيدرآباد سنڌ ۾ 1 جولاءِ 1922ع تي گوپالداس جي گهر جنم ورتو. دادا ليکراج سنڌ ۾ پهرين حيدرآباد ۽ پوءِ ڪراچيءَ ۾ اوم منڊليءَ جو پايو وڌو هو. جيڪا ورهاڱي کان پوءَ اراولي ٽڪرين-مائونٽ آبو شهر ۾ "برهمڪاري ايشوري وشو ودياليہ" جي روپ ۾ تبديل ٿي. دادا پنهنجي حياتيءَ ۾ هن ودياليہ جي واڳ دادي پرڪاش مٽيءَ جي هٿن ۾ ڏني. 19 جنوري 1989ع کان پڇاڙيءَ

تائين 28 سال داديءَ ان کي سنڀاليو. دنيا جي 130 ملڪن ۾ پنهنجي تنظيم جون 8500 شاخون برپا ڪيائين. دنيا جي عالمن کان داد حاصل ڪيائين. اقوام متحده هن جماعت کي غير سرڪاري اداري طور 1985ع ۾ تسليم ڪيو ۽ 1987ع ۾ داديءَ کي ”شانتي دوت“ جي لقب سان نوازيو. 1992ع ۾ موهن لعل سُکاڙيا يونيورسٽي- راجستان پاران ڪيس آنرري ڊاڪٽوريٽ جي ڊگري ڏني ويئي. 1992ع ۾ ڪيس انٽرنيشنل اوارڊ به ڏنو ويو.

شروعات ۾ 1951ع ۾ هن ”وِشوَ ڌرم سميلن“ (International Religious Seminar) جپان ۾ حصو ورتو جتان ٿائيلينڊ، انڊونيشيا، هانگ ڪانگ، سينگاپور، ملائيشيا، سريلنڪا جو ڇهن مهينن جو دورو ۽ برهمڪماري آشرم جو امن پيغام پکيڙيائين. هن اٽڪل اٺن لکن ماڻهن کي سندن نالن سان تنظيم سان جوڙي ڇڏيو. هن بخوبي ڄاتو ٿي ته ڪوبه بنيادي ٿنڀو گهڻو بار برداشت نه ڪري سگهندو، ان ڪري هن سنڌ ڄائيءَ پنهنجي عقل، علم، معلومات، نوڙت ۽ نهٺائيءَ سان تنظيم کي چوڌاري پکيڙي، جدا جدا ڀينرن کي جوابداريون سونپي ڏنيون، جن جي عوام ۾ ڏاهيـن - ڏات ڏياٽيـن ۽ جاکوڙين طور مڃتا ۽ مقبوليت آهي. هاڻي دادي جانڪي (1916ع ۾ سنڌ حيدرآباد ۾ ڄاول، جنهن دادي پرڪاش مڻيءَ سان گڏ دادا ليکراج جي ٻاريءَ ۾ قدم رکيو هو)، واڳ سنڀالي آهي. يو اين او تائين تنظيم کي پهچائڻ ۾ هن جو وڏو ڪردار آهي. دادي پرڪاش مڻيءَ جي مزاج ۾ اٿاهه نرمي، گفتگو ۾ ميٺاج، بلند پايي جو اخلاق، شرافت ۽ مروت مثالي رهيا آهن. ڪيس ٻڌڻ مهل ماڻهو خاموش ٿي ويندا هئا. هر ڪو پاڻ ڏانهن حُب محسوس ڪندو هو. ماءُ پيٽان حاصل ٿيل سنڌي ٻوليءَ کي به هن ڪونه وساريو. لنڊن ۾ ٿيل سنڌي سيمينارن ۾ هن سريچند هندوجا سان گڏ جوت جلائي، مائونٽ ابو ۾ هن اُلهاسنگر وارن لاءِ جدا وقت ڪڍي خاص ملاقات ڪئي. سندن خدمتن لاءِ سنڌي سماج کي سدائين فخر مند رهندو. دادي پرڪاش مڻي 25 آگسٽ 2007ع تي لاڏاڻو ڪيو ۽ سندس انتم سنسڪار مائونٽ آبو راجستان ۾ ٿيو.

**پرڪ (ڪتاب):** هن ڪتاب جو مرتب محمد عثمان عباسي آهي. هن ۾ تاريخ، قائداعظم، پاڪستان، جاگرافي، سائنس، ادب، راند ۽ عام معلومات جي موضوعن تي سوال جواب شامل آهن. هن ڪتاب جو انتساب ليکڪ پنهنجي استاد پروفيسر غلام محمد سومري جي نالي ڪيو آهي. 142 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب 14 آگسٽ 1992ع ۾ نويد بوڪ ڊيپو پاران ڇپيل آهي. ڪچي جلد ۽ ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جي قيمت 15 روپيا آهي.

**پرڪانڙيون:** هي زيور جو قسم آهي، جيڪو ڪن ۾ پاتو ويندو آهي، سون ۽ چاندي جو ٺهندو آهي، هندو ذاتيون گهڻو ڪري پائينديون آهن. ڪي مسلمان سونيون پوڪانڙيون پائيندا آهن.

**پرڪڻ:** هيءَ ٿر ۾ هندن توڙي مسلمانن ۾ شاديءَ جي هڪ رسم آهي. هندن ۾ شاديءَ جي موقعي تي جڏهن گهوٽ پهريون دفعو ساهرائي گهر 'توڙڻ' تي اچي بيهندو آهي (ڏسو: توڙڻ، جلد ٻيو)، ان موقعي تي گهوٽ جي سَس هڪ ٿالهيءَ ۾ چار جي وڻ جون سنهيون ڪاٺيون ڪوڙي، انهن جا مٿيان ڇيڙا پاڻ ۾ ملائي، ان ۾ ڏاڳي جو هڪ گوٿو ۽ پيالو رکي، پيالي ۾ ڪرمچي رنگ ڳاري پرڪڻ جي رسم ادا ڪرڻ ايندي آهي. ان وقت پنڊت منتر پڙهي سس جي ساڄي هٿ جي رنگ ۾ ٻوڙيل ڇيچ سان گهوٽ جي نَڪ تي ٽِيلو (ٽِلڪ) ڏياريندو آهي. ان موقعي تي پنج ڇهه عورتون گڏجي گيت ڳائينديون آهن. جنهن کي 'پرڪڻ جو گيت' چئبو آهي:

لاڏو ماءُ رو پيارو، لاڏو ڀيهن رو پيارو،
تورڻ چڙهيو لاڏو، هڙئه هڙئه پرڪ.

[لاڏو ماءُ جو پيارو، لاڏو ڀيڻ جو پيارو، لاڏو توڙڻ تي آيو آهي. آهستي آهستي پرڪ.]

وڏي هنسي واري، هڙئه هڙئه پرڪ،
وڏي بولي واري، هڙئه هڙئه پرڪ،
وڏي ڪنٺي واري، هڙئه هڙئه پرڪ.

[وڏي هنس واري، وڏي ٻُوليءَ واري، وڏي ڪنٺي واري، آهستي آهستي پرڪ.]

**پرڳڻو:** ملڪ جو هڪ حصو، صوبو يا علائقو. ملڪ جي ايراضي وڏي ٿيندي آهي، انڪري انتظامي سهولت لاءِ ملڪ جا ننڍا حصا ڪري، انهن تي عملدار مقرر ڪيا ويندا آهن. مغلن جي وقت ۾ انهن عملدارن کي 'صوبيدار' چيو ويندو هو. موجوده دور ۾ صوبي جي وڏي عملدار کي 'گورنر' چئجي ٿو جيئن ”سنڌ“ پاڪستان ملڪ جو هڪ صوبو يا پرڳڻو آهي. ان جو وڏو عملدار ”گورنر“ آهي ۽ انتظامي عملدار وڏو وزير آهي.

**پرل ايس بڪ:** آمريڪي ليکڪا پرل. ايس بڪ کي 1938ع ۾ ادب جو نوبل انعام ڏنو ويو هو. هوءَ پنهنجي دور جي مقبول ترين اديبا، انسانيت جي علمبردار، عورتن جي حقن جي سرگرم ڪارڪن هئي. پاڻ 'ايشيا' نالي ماهوار رسالي جي ايڊيٽر به هئي. هن چين جي پس منظر ۾ ڪيترا ئي ناول لکيا. سندس جنم 26 جون 1892ع تي هلزبورو، مغربي ورجينيا ۾ ايبسلام سبرن اسٽريڪر جي گهر ۾ ٿيو. جيڪو مزاج کان عاري هڪ خشڪ عالم هو. جيڪو بائبل کي چيني زبان ۾ ترجمو ڪرڻ لاءِ چين ۾ ڪيترائي سال رهيو. بڪ ابتدائي تعليم پنهنجي ماءُ ۽ هڪ چيني عالم کان ورتي جيڪو ڪنفيوشزم جو وڏو عالم هو. 1907ع کان 1909ع تائين هن شنگهائيءَ ۾ پڙهيو. هوءَ انگريزيءَ کان اڳ ۾ چيني زبان وڌيڪ ڄاڻيندي هئي. ننڍي هوندي ڪيس باڪسر (Boxer) تحريڪ ۾ حصو وٺڻ سبب چين مان نيڪالي ڏني وئي. 1914ع ۾ هن ورجينيا مان علم نفسيات ۾ گريجوئيشن ڪئي. بعد ۾ هوءَ واپس چين هلي وئي. اتي هن هڪ زرعي ماهر ڊاڪٽر جان لاسنگ سان شادي ڪئي ۽ چين جي هڪ ڳوٺ ۾ سڪونت اختيار ڪئي. هن چين جي ڪيترين ئي تحريڪن ۾ حصو ورتو ۽ نانڪنگ يونيورسٽيءَ ۾ انگريزي ادب جي ليڪچرار رهي. سندس پهرين ڌيءَ ذهني طور مفلوج ڄائي، جنهنڪري 1924ع ۾ سندس علاج لاءِ هوءَ موٽي آمريڪا آئي. اتي جي ڪارنيل يونيورسٽيءَ مان ادبيات ۾ ماسٽرز جي ڊگري ورتائين. 1927ع ۾ هوءَ واپس چين موٽي وئي. چين ۾ گهرو لڙائيءَ سبب ڪيس جپان موڪليو ويو. ان کان پوءِ هوءَ ڪڏهن به وري چين واپس نه موٽي. 1935ع ۾



پنهنجي پهرئين مڙس کان طلاق وٺي "جان ڊي پبلشنگ هائوس" جي مالڪ رچرڊ والٽس سان شادي ڪيائين. سندس پهريون ناول 'East Wind: West Wind'، 1930ع ۾ ڇپيو. پر سندس شهرت جو سبب 'The Good Earth' ناول بڻيو. هي ناول هڪ منفرد اسلوب ۾ لکيل هو. جنهن جو نثر بائبل جهڙو ۽ ڪهاڻي چيني معاشري مان ڪنيل هئي. هن ناول تي فلم به ناهي وئي. هن ڪتاب جو سنڌي ترجمو انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ ڇپرايو آهي. 1936ع ۾ کيس انسٽيٽيوٽ آف آرٽس اينڊ ليٽرس جو رڪن چونڊيو ويو. 1938ع ۾ کيس ادب جو نوبل انعام ڏنو ويو. آمريڪي اديبن ۾ هي ٽين اديبا هئي. جنهن کي ادب تي نوبل انعام ڏنو ويو هو. پهرين مهاڀاري لڙائيءَ دوران هن ايشيا بابت آمريڪي رويي تي ليڪچر ڏنا ۽ مضمون لکيا. ذاتي تجربن جي بنياد تي هن کي مختلف تمدنن جي مردن ۽ عورتن جي تعلقاتن تي گهرو مطالعو هو. هوءَ پنهنجن ناولن ۾ مختلف نسلن جي ماڻهن جي وچ ۾ محبت کي مرڪزي خيال طور پيش ڪندي هئي. ليکڪا طور بڪ 40 سالن تائين ادب جي افق تي ڇانئي رهي. هن جا ڪيترائي ناول، ڊراما، مختصر ڪهاڻين جا مجموعا، ٻارن جو ادب ۽ سوانح عمريون ڇپيون. هن جان سجرجي نالي فرضي نالي سان 5 ناول به لکيا. هن چوڏهين صديءَ جي هڪ چيني شاعر جي شاعريءَ جو ترجمو به ڪيو. 1959ع ۾ سندس آخري ڪتاب 'Command In The Horning' ڇپيو. جنهن ۾ هُن آمريڪا طرفان جپان تي بم ڪيرائڻ بابت احوال جو نقشو چٽيو ۽ ان تي تنقيد ڪئي. پرل ايس. بڪ 6 مارچ 1973ع تي وفات ڪئي. سندس نثر، نظم توڙي ترجمن تي مشتمل 114 ڪتاب ڇپجي مختلف ٻولين ۾ پڌرا ٿيا.

**پرلوڪ جو پيغام** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب ديواچند ميراسنگهه ميرچنداڻيءَ جو لکيل آهي. رايل سائيز واري هن ڪتاب ۾ 195 صفحا آهن ۽ قيمت اٺ آنا آهي. سنڌ برهمو سڪيا سمين، پايونيئر پريس ڪراچيءَ مان، سال 1941ع ۾ ڇپايو.

**پرل هاربر** (Pearl Harbor): هونو لولو کان 10 ڪلوميٽر اولهه ۾ آمريڪا جو هڪ اهم بحري اڏو موجود آهي. آمريڪي حڪومت پهريون ڀيرو 1887ع ۾ ان کي جهازن لاءِ استعمال ڪيو 7 ڊسمبر 1941ع تي جپاني پاڻيءَ جي جهازن ۽ هوائي جهازن بحرالڪاهل لاءِ آمريڪي بحري ٻيڙن تي حملو ڪيو جيڪو پرل هاربر ۾ بيهاريو ويو هو ويجهوئي فوجي اڏن کي به



پرل هاربر (بحري اڏي) جو ڏيک

نشانو بڻايو ويو. اٺ آمريڪي جنگي بحري جهاز ۽ 13 ٻيا بحري جهاز ۽ 200 جهاز تباهه ٿيا، جڏهن ته ٽي هزار فوجي اهلڪار ماريا ويا، يا زخمي ٿيا. ان حملي سان گڏ ئي جپان ٻي عالمي جنگ ۾ جرمني ۽ اٽليءَ جو حامي بڻجي شامل ٿيو.

**پرلئه**: دنيا جو موٽي اصلوڪي حالت ۾ اچڻ. هندو ڌرم جي عقيدي موجب دنيا جو خاتمو. هندن جو هڪ عقيدو آهي ته دنيا اندر پرلئه ڪيترا ڀيرا اچي چڪي آهي ۽ سندن موجب 'نوح جو طوفان' به پرلئه هئي.

**پرم ابيچنداڻي**: پرم ابيچنداڻي سنڌي ادب جو وڏي مرتبي وارو ليکڪ، نقاد، ڪهاڻيڪار، ناول نگار ۽ مترجم ٿي گذريو آهي. سندس جنم 14 جولاءِ 1916ع ۾ خيرپور سنڌ ۾ ٿيو. هن شروعاتي تعليم پريا ۽ گهوٽڪيءَ ۾ حاصل ڪئي. ان کان پوءِ سکر ۽ ڪراچيءَ ۾ تعليم ورتائين. ممبئي ڪاليج مان منطق (Logic) ۾ بي. اي (آنرس) ڪرڻ کان پوءِ آرٽ ۽ ايڊورٽائيزمينٽ ۾ ڊار ڊار ڊپلوما ڪيائين.



46-1945ع ڌاري سنڌ ۾ رهائش دوران، 20 سالن جي عمر ۾ 'هندو سنسار' اخبار جو ايڊيٽر ٿيو. 47-1946ع ۾ روزاني انگريزي اخبار "آبزرور" ڪراچيءَ جو اسٽاف رپورٽر رهيو. ورهاڱي کان پوءِ دهليءَ ۾ وڃي رهيو. دهلي ريڊيو ۽ دور درشن (ٽي. وي) لاءِ "گيتن ڀريا فيچر ۽ ڪهاڻيون" لکي نالو ڪڍيائين.

پرم ابيچنداڻي، گهڻ- رخو اديب (Versatile Writer) ۽ صحافي هو. 1964ع کان 1977ع تائين ماهوار "رابيل" ۽ 77-1976ع دوران ماهوار "ملاح" رسالن جو ايڊيٽر ٿي رهيو. هي رسالا ان وقت سنڌي ادب جا معياري ۽ مثالي رسالا ٿي نڪتا. سنڌي اڪيڊمي دهليءَ جي رسالي "سنڌو جوت" جو به ڪجهه سال ايڊيٽر رهيو. رٽائر ڪرڻ کان پوءِ هن سينٽرل ساهتيه اڪيڊمي دهليءَ پاران تيار ٿيندڙ "انسائيڪلو پيڊيا آف انڊين لٽريچر" (6 جلد) ۽ "انسائيڪلوپيڊيا 2001ع" جي "Language Editor" (ٻولي- ايڊيٽر) طور ڪم ڪيو. "انسائيڪلوپيڊيا آف انڊين لٽريچر" جو 1986ع کان 1994ع تائين پهرين اسسٽنٽ ايڊيٽر ۽ بعد ۾ ايڊيٽر مقرر ٿيو.

پرم ابيچنداڻيءَ 1983ع ۾ انگريزي مئگزين "The Sindhu" به ڪڍي، ٻماهي انگريزي مئگزين "Indian Literature" جي آڪٽوبر 1998ع واري پرچي لاءِ هن "ورهاڱي کان پوءِ سنڌي ادب" عنوان هيٺ هڪ مقالو تيار ڪيو. جنهن ۾ سنڌي شاعريءَ، ڪهاڻيءَ، ناول، آتم ڪٿا بابت اختصار سان ذڪر موجود آهي. انهيءَ ئي رسالي ۾ 'سب ايڊيٽر' طور ڪيترا سال ڪم ڪيائين.

پرم ابيچنداڻيءَ جا 300 جي لڳ ڀڳ سنڌيءَ ۽ انگريزيءَ ۾، فلسفي، ادب، آرٽ، موسيقيءَ ۽ ڪتابي تجزين بابت مقالا ۽ ليک، سنڌي ۽ انگريزيءَ جي معياري رسالن ۾ ڇپيل آهن. هن ڪيترين ئي سنڌي ڪهاڻيون انگريزيءَ ۾ ۽ انگريزيءَ مان ڪهاڻيون سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيون.

پرم هڪ ڪهاڻيڪار طور گهڻي شهرت ماڻي، پر ناول ۽ تنقيد نگاريءَ ۾ به پاڻ ملهايو. ڏهن سالن تائين آرٽسٽ طور ڪم ڪيائين. ان ڪانسواءِ ڪيترن ائڊورٽائيزنگ ايجنسين لاءِ به ڪم ڪيائين.

هن انڊين انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ ڪي، آديپور جي ملير ڳوٺڙي (اديبن جي ڪالوني) ۾ رهي، ڇهن مهينن اندر "سنڌي انسائيڪلوپيڊيا" تيار ڪري ڏني. پرم ابيچنداڻي،هڪ ڳنڀير ۽ ڏيک ويک کان پچندڙ مانائتو اديب ۽ نقاد رهيو آهي. سندس ادبي پورهئي ۾ هيٺيان ڪتاب شامل آهن:

(1) جهرڻا (طويل ناول: 1962ع)، (2) هڪ جر ۾ ڇيپون (ناول: 1964ع)، (3) ست سار (مضمون: 1978ع)، (4) ائين ئي (ناول: 1988ع)، (5) پَوَ- اپوَ (ڪهاڻيون: 1991ع)، (6) تڪ تور (تنقيد: 1994ع)، (7) ڪايا پلٽ (ڪهاڻيون: 1994)، (8) پيٽ تي گرپ (ڪهاڻيون: 1998ع)، (9) 'Narayan Shyam' (نارائڻ شيام بابت انگريزيءَ ۾ ايپاس: 2001ع)، (10) نظرءِ نظريو (تنقيد: 2005ع).

پرم ابيچنداڻيءَ جي تنقيدي ڪتاب "تڪ تور" کي سينٽرل ساهتيه اڪيڊمي دهليءَ (2000ع ۾) مليينيم اوارڊ ڏنو. سندس ڪتاب "Narayan Shyam" پڻ ساهتيه اڪيڊميءَ پاران ڇاپيو ويو آهي. هن بيباڪ نقاد ۽ اديب، ڪئنسر جي موذي مرض سبب راجيو گانڌي اسپتال دهليءَ ۾ 9 آگسٽ 2005ع تي لاڏاڻو ڪيو.

**پَرمارُ**: پرمار هندن جي مختلف پرتن ۾ راجپوتن (سوڍن)، سوڍهڙن، مينگهواڙن ۽ ڪولهين ۾ نُک ٿيندي آهي. پرمارن جي اصل جنم ڀومي پارڪر آهي. هندو شاسترن مطابق شري پرسرام کي ڀڳوان وشنوءَ جو ڇهون اوتار ڪري ليکيو وڃي ٿو. هڪ روايت آهي ته هڪ دفعي ڳئُون جي معاملي تان راجپوت راجا ڪرتويه ۽ شري پرسرام جي وچ ۾ ويڙهه ٿي، جنهن تي راجا جي ماڻهن شري پرسرام جي پيءُ شيراج جمدگانيءَ کي قتل ڪري ڇڏيو. جنهن تي شري پرسرام اعلان ڪيو ته مان ڪنهن به راجپوت کي بخش نه ڪندس. انهيءَ اعلان سان راجپوت ناس ٿي ويا. هندو ڌرم موجب ڇڙهول اٿيو ته راڪاس هندو رعيت کي گهڻو ستائين ٿا. برهمڻن، ڀڳوان جي پرارٿنا ڪئي ۽ منتر پڙهيا، جنهن تي ڪنِ "مارا! مارا!" چيو. ان ڏينهن کان وٺي انهن جو نالو پرمار پئجي ويو. هنن "آبو" جبل کي 900ع ڌاري پنهنجي گاديءَ جو هنڌ بنايو هو سڄي پارڪر ۾ پکڙجي ويا.

ڪتاب "راجپوتانا اتهاس" ۾ راجپوت سوڍن ۾ پرمارن جون هيٺيون شاخون بيان ٿيل آهن: سوڍا، سانڪلا، موريا، سومرا، ڪيس ميپاوت، وهل، ٻلهر، ڪاهار، امٽ، ريهور، چونٽورا، ڪيچر، ڊونڊيا، سورٽيا، سوڪڙا، هربا، ڪوهلا، پويا، پوچا، سپل، پيپا، پوڪرڻا، ديوا، ڪهوريا، ڪالس ڪالموهه، ڏونڏر، جپرا، ٻرهر پوسرا، ڏوتا، دڪوموا، ٽيڪا، پوڪاڻ ۽ پوڪرنا.

تاريخي ڪتابن ۾ ڄاڻايل آهي ته پرمار ڏاڍا بهادر هئا. ان ڪري برهمڻ کين "راجپُتر" چوندا هئا. سندس بهادري بابت ڪيترين ئي چوڻيون مشهور آهن:

"پرٿوي پهلا پرمار، پرٿوي پرماران تڻو"

پارڪر جي سوڍن مان ڪاڇيو پرمار نهايت مشهور هو جنهن مهٽي ملڻ تي ڪاڇي گڏ جي ڪماريءَ سان شادي ڪئي هئي. ڪتاب "راجستان" ۾ جيمس ٽاڊ، سومرن کي به پرمار ڄاڻايو آهي. ڪئپٽن ريڪس سومرن جي دؤر ۾ ٿر ۾ آباد سوڍن لاءِ لکي ٿو: "هن علائقي ۾ سڀ کان وڏيڪ سوڍن جي ذات ڇانيل آهي، جيڪا راجپوت ڦريءَ سان لاڳاپيل آهي ۽ پرمارن سوڍن جي ڪڙم مان آهي. انهن راجا ڀوڄ (1000ع کان 1050ع) جي حڪومت دوران ڏاڍي ترقي ڪئي. راجا ڀوڄ پنهنجي وقت جو ليجينڊري راجا هو ۽ وڏو ودوان ۽ آبپاشي سرشتي جو ماهر هو اٺ سؤ هزار سال کن پرمار سوڍا، اُجين ۽ مالوا جي ڀرپاسي وارن علائقن تي حڪومت ڪندا هئا. گهڻو وقت ٿيو جو ڪن اڻ ڄاتل سببن ڪري (ٿي سگهي ٿو ته ڪي سماجي مسئلا هجن) پنهنجو وطن ڇڏي، هٿيار پنهوار ڪٽي پنهنجي ڀاڳ آزمائڻ لاءِ ڌارئي ديس ڏانهن نڪري پيا.

- اوڏن جي هڪ پاڙي جو نالو به "پرمار" آهي.

**پرمار باز** (Bonelli's Eagle / *Hieraaetus fasciatus*): هن جنس جي نر ۽ مادي باز جو رنگ هڪجهڙو ٿئي ٿو، پر مادي قدبت ۾ ڪجهه وڏي ٿئي ٿي. ان جي پٺي چمڪدار ناسي هوندي آهي. ان کي اندرئين پاسي پيٽ تي ناسي ڪارا ليڪها ٿين ٿا. ان جي ڏڳهي ۽ ويڪري پڇ تي هلڪي ۽ گهري رنگ جون ڌاريون يا پٽيون ٿين ٿيون. هن پکيءَ کي ڪي ماڻهو 'شڪاري باز' به چوندا آهن. هن جو مٿي کان جسم اڇو هوندو آهي ۽ پرن هيٺيان ڪارسرو ناسي پٽو هوندو آهي ۽ ڳچي سڄي اڇي هوندي آهي، جنهن تي ڪارڙا ليڪها ٿيندا آهن. پرن جا ڪنارا ۽ پويان پر ڪارا اٿس. هن باز جي پڇ جي چوٽيءَ کان مٿي تائين هلڪا ۽ گهرا پٽا ٿين ٿا. هن جي پيٽ جي جسم جو مٿيون حصو ۽ اندريان پَر ڳاڙهسرا هيڊا هوندا آهن. جنهن جي پَرن جي ٻاهرئين پوئين اڇي پاڳي تي ڪارا پٽا هوندا آهن. پڇ سرمائي هوندو اٿس. جنهن تي پٽا ڪونه ٿين.



پرمار باز

**پرمانند ايسرداس پاروائي**: هدايتڪار، اداڪار ۽ راڳي پرمانند ايسرداس پاروائي، 14 ڊسمبر 1938ع تي، حيدرآباد سنڌ ۾ ڄائو. ڪيترن ئي ڊرامن ۾ اداڪاري ۽ هدايتڪاري ڪيائين. ڪيترائي گيت ڪمپوز ڪري ڳايائين. بعد ۾ ڀارت لڏي ويو، جتي الهاس نگر ۾ رهائش اختيار ڪيائين.

**پرمانند پنڌار**: پرمانند پنڌار، شڪارپور جي هڪ سنت سوامي پرمانند چوڪس رام چگهه آسرانيءَ جي نالي سان منسوب آهي، جيڪو 1935ع ۾ قائم ڪيو ويو هو. هن پنڌار جو مقصد سنتن جا جيون چرتر شايع ڪرڻ هو. هن پنڌار پاران جيڪي به ڪتاب شايع ٿيا، اهي سوامي پرمانند جا ترتيب ڏنل ۽ لکيل هئا، جن ۾ "آتم پرڪاش"، "برهم وديا" (1940ع)، "ڌرم تتو" (1939ع)، "آنند پنڌار" (1937ع)، "گرهست ۾ برهمچريه" (1941ع) شامل آهن. ورهاڱي کان پوءِ سوامي پرمانند جي انڊيا وڃڻ کان پوءِ هي پنڌار ختم ٿي ويو.

**پرمانند ڪتري**: ليکڪ، راڳي ۽ سنگيتڪار پرمانند ڪتري، 26 آگسٽ 1922ع تي، شڪارپور ۾ ڄائو. ڪيترائي گيت، ڀڄن ۽ غزل ڪمپوز ڪري ڳايائين. انٽر تائين تعليم هئس. آل انڊيا ريڊيو تان ڪيترائي دفعا سنگيت

ڏنائين. اردو غزل ڳائڻ ۾ مهارت رکندو هو. ليکڪ جي حيثيت ۾ ڪجهه رچنائون 'لوڪ راجيه' مئگزين ۾ ڇپيون هئس. ورهاڱي کان پوءِ بمبئيءَ ۾ وڃي رهائش اختيار ڪيائين.

**پرمانند ميوارام:** پرمانند ميوارام 1866ع ۾ حيدرآباد جي هڪ هندو عامل ڪُٽنب آڏواڻيءَ ۾ ڄائو. سندس ڏاڏو ديوان مورج مل ڀيريون عامل هو، جنهن دين اسلام قبوليو هُن جي پيءُ ميوارام به بعد ۾ اسلام تي ايمان آندو. پرمانند 27 آڪٽوبر 1891ع تي عيسائي ٿيو. سندس نالو فيلڪس رکيو ويو. عيسائيت اختيار ڪرڻ کان پوءِ "هڪ حيدرآباديءَ" جي عرفي نالي سان "قرآن جو بنياد" عنوان سان هڪ ڪتاب لکيائين، جنهنڪري مسلمانن ۾ سخت گوڙ ٿيو. ان جي جواب ۾ حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ، "فتح الباري" عنوان سان هڪ ڪتاب لکي، ڪيس معقول جواب ڏنو.



پرمانند ميوارام، سليس سنڌي لکندو هو. نثر نويسيءَ ۾ سندس منفرد حيثيت هئي. اعليٰ پايي جو مضمون نگار هو. سندس مضمون، سنڌي ٻوليءَ جي ارتقائي تاريخ ۾ وڏي حيثيت رکن ٿا. 1890ع ۾ هڪ اخبار "جوت" جاري ٿي، جنهن جو ايڊيٽر ٿي رهيو. هن اخبار ۾ ڇپيل مختلف موضوعن تي لکيل سندس مضمون "گل ڦل" نالي سان ڪتابي صورت ۾ ٻن جلدن ۾ سنڌي ادبي بورڊ پاران ڇپيل آهن. ان کان سواءِ هن سنڌي- انگريزي (1910ع) ۽ انگريزي- سنڌي (1933ع) لغتون تيار ڪري ڇپرايون، جن جا اڄ تائين سنڌ ۽ هند ۾ نوان ڇاپا ڇپجندا رهن ٿا. انهن لغتن جي تاليف ۽ ترتيب مان سندس زبانداني ۽ علمي ۽ تحقيقي قابليت جو ثبوت ملي ٿو. پرمانند ميوارام حيدرآباد، سنڌ ۾ 19 نومبر 1938ع تي لاڏاڻو ڪيو. ڪيس گورا قبرستان (لڳ آغا خان اسپتال) حيدرآباد ويجهو دفن ڪيو ويو.

**پرمانند هرداس مل:** پرمانند هرداس مل دادوءَ جي پرسان سيالن جي ڳوٺ ۾ اک کولي. مڊل تائين دادوءَ ۾ پڙهيو پوءِ وڌيڪ تعليم ڪراچيءَ مان حاصل ڪيائين. سندس خاندان شاهوڪار هو ان ڪري ڪيس اعليٰ تعليم لاءِ ممبئيءَ موڪليو ويو جتان ڪليڪٽريءَ جو امتحان پاس ڪيائين. اڃا ٽريننگ تي ئي هو ۽ ڳوٺ پئي آيو رات جي وڳڙي ۾ سيالن واري بند تي ٽانگو ڪلٽي ٿي پيو جنهنڪري سخت زخمي ٿي پيو ۽ سندس ٻئي ٽنگون ضايع ٿي ويون. ان وقت سندس عمر 28 سال مس هئي. ڪجهه وقت بعد هن ڀائرن کان ملڪيت جو حصو گهريو ڀائرن ڪيس هڪ لک ٻاهٺ هزار ڏنا. انهيءَ رقم مان هن زمين خريد ڪري هاءِ اسڪول جي بلڊنگ ٺهرائي. اسڪول جي بلڊنگ ۾ 9 ڪمرا، هڪ مرڪزي هال، هڪ ڊرائينگ هال، سائنس هال ۽ ورانڊو هيو. بلڊنگ تي هڪ لک چاونجاهه هزار خرچ آيو هو. ان اسڪول جو نالو پرمانند هرداس هاءِ اسڪول رکيو ويو. پاڻ 1938ع ڌاري وفات ڪري ويو.

جڏهن 1947ع ۾ پاڪستان قائم ٿيو ته هن اسڪول جو نالو تبديل ڪري گورنمينٽ هاءِ اسڪول رکيو ويو. جڏهن سنڌ جو وڏو وزير سيد عبدالله شاهه ٿيو ته هن ان ڳالهه کي محسوس ڪيو ته اها زيادتي آهي، ته اصل نالا تبديل ڪيا وڃن ۽ هن مذڪوره هاءِ اسڪول جو دورو ڪيو ۽ مرڪزي هال ۾ آفيسرن ۽ شهر جي معززين کي مخاطب ٿي چيائين ته: "آهي ڪو مرد مجاهد جيڪو اهڙو سينٽرل هال ٺهرائي ڏئي ته آءٌ سندس نالو ان سينٽر هال سان منسوب ڪندس". هال ۾ ويٺل معززين مان ڪنهن به هائو نه ڪئي، ان تي سيد عبدالله شاهه اعلان ڪيو ته "اڄ کان پوءِ هن اسڪول جو نالو ان جي باني پرمانند هرداس جي نالي ٿي هوندو. آءٌ سڀاڻي ڪراچي وڃي نوٽيفڪيشن ڪڍي موڪليندس". ان کان پوءِ اڄ ڏينهن تائين اسڪول جو نالو پرمانند هرداس مل جي نالي تي قائم ۽ دائم آهي.

**پَرمِٽَ** (Permit): اجازت نامو، ڪنهن خاص ڪم جي منظوري، سنڌيءَ ۾ ان جي هڪ اصطلاحي معنيٰ به آهي. ٻي مهاڀاري لڙائيءَ جي زماني ۾ ۽ ان بعد پاڪستان جي شروعاتي ڏهن سالن واري دور ۾ ڪپڙو اٽو، گاسليٽ، کنڊ، ماچيس ۽ ٻيون ڪيتريون ضروري شيون پرمٽ تي ملنديون هيون. ايوب خان جي دؤر ۾ به کنڊ ۽ اٽو پرمٽ تي ملندو هو. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ اميرن، وزيرن ڪيترن ڪمن لاءِ پلاٽ ۽ پرمٽ ڪي چالو رکيو. هلنديءَ وارن کنڊ، شراب ۽ ڪيترين شين جون پرمٽون ورتيون ۽ سياسي رشوت طور استعمال ڪيون. اهو سلسلو ڪنهن نه ڪنهن شڪل ۾ اڄ تائين جاري آهي.

**پرمل ديوي ۽ سوريه ديوي:** پرمل ۽ سوريه ديوي راجا ڏاهر جون ڌيئر هيون. فتح نامه سنڌ عرف چچ نامي ۾ علي ڪوفي لکيو آهي: "پرمل ديوي ۽ سوريه ديوي ٻئي سنڌ جي بهادر ۽ جانثار راجا ڏاهر جون نياڻيون هيون. عربن ۽ سنڌين جي جنگ ۾ جڏهن راجا ڏاهر پنهنجي وطن تان قربان ٿي ويو تڏهن عربن ڏاڍو ڪوس ڪيو ۽ راجا ڏاهر جي مرڻ کان پوءِ سندس زال 'لاڏي' کي محمد بن قاسم پاڻ لاءِ رکيو ۽ ٻي زال مايين غيرت وچان پاڻ کي ساڙي ڇڏيو راجا ڏاهر جي ڀاڻيجي حسنه (سهٽيءَ) کي حجاج بن يوسف جي استعمال لاءِ ۽ ڏاهر جون نياڻيون خليفي وليد بن عبدالملڪ لاءِ موڪليون ويون. پرمل ديوي ۽ سوريه ديوي راجا ڏاهر جي نياڻين پنهنجي پيءُ ڏاهر جي قتل ۽ سنڌي عورتن جي بيحرمتيءَ جي بدلي وٺڻ لاءِ وڏي هوشياريءَ کان ڪم ورتو. خليفي وليد بن عبدالملڪ جڏهن ڏاهر جي ڌيئرن کي ڏٺو ته هو سندن حسن ۽ جمال جو ديوانو ٿي پيو ۽ هن هڪدم ڪين خلوت ۾ گهرائڻ گهريو. ڏاهر جي وڏي نياڻيءَ هوشياريءَ کان ڪم وٺندي خليفي کي چيو ته محمد بن قاسم اسان ٻنهي ڀينرن کي ٽي ڏينهن پاڻ وٽ رکي پوءِ توهان ڏي موڪليو آهي، اهو ٻڌي خليفي غصي ۾ اچي هڪ فرمان محمد بن قاسم ڏي لکي موڪليو ته تون جتي به هجين پاڻ کي ڪچي کل ۾ بند ڪرائي اچي حاضر ٿيءُ. حڪم موجب محمد بن قاسم کي ڪچيءَ کل ۾ بند ڪري صندوق ۾ وجهي دارالخلافت پهچايو ويو. جڏهن خليفي محمد بن قاسم جو لاش ڪڍي ڏاهر جي ٻنهي نياڻين (پرمل ديوي ۽ سوريه ديوي) کي سڏائي چيو ته ڏسو اهو ٿي آهي نه. جنهن توهان کي ٽي ڏينهن پاڻ وٽ رکيو هو ته پرمل ديوي ۽ سوريه ديويءَ خليفي کي وراڻيو ته هن اسان سان جيڪو ظلم ڪيو هي ان جو بدلو آهي، جو ته اسان کي پنهنجي پيءُ جي قاتل کان بدلو وٺڻو هو. اهو ٻڌي خليفو وليد حيران ٿيو ۽ حڪم ڏنائين ته ٻنهي ڀينرن کي پٽ ۾ لنبايو وڃي. هن بيان جي ابتڙ تاريخ معصومي جو مصنف مير محمد معصوم بکري لکي ٿو ته: "غصي ۾ اچڻ کان پوءِ خليفي جي حڪم موجب راجا ڏاهر جي ٻنهي نياڻين کي گهوڙن جي پڇن سان ٻڌي شهر جي چوڙاري بيدرديءَ سان ڦيرائي سندن لاش درياءِ دجلا ۾ اڇلايا ويا."

**پرميشور**: سڄي سرشٽي يا ڪائنات جو اعليٰ ترين مالڪ، پرماتما، ڀڳوان. جنهن کي هندومت موجب ٽن وڏين اعليٰ ترين قوتن جي ٺمورتي برهما (اُپائيندڙ)، وشنو (پاليندڙ) ۽ شِوَ (ناس ڪندڙ) جي حيثيت ۾ مڃيو ويندو آهي.

**پَرنانگ/ سرنگھ** (*Coluber Platyceps*): هن بلا جو رنگ ميٽائون يا ڳاڙهاڻ مائل پورو ٿئي ٿو. هن جي جسم تي 60 کان 75 پاسيرا چٽ يڪسان طور تي هلڪي ڪاري رنگ جي چلرسان ٿين ٿا. هن کي پاسن کان ان ئي رنگ جا ننڍا نشان به هوندا آهن. هن جي جسم جو پويون حصو عام طور هلڪو هوندو آهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن سڄي بلا ساڳئي رنگ جي هلڪي ڪاري هوندي آهي. هن جو پيٽ اڇو ۽ پويون حصو ميٽائون هوندو آهي.


پرنانگ/ سرنگھ

هيءَ بلا عام طور جابلو علائقن ۾ پٿرن ۾ رهندي آهي. خطري وقت هڪدم سوڙهين وٿين ۾ گهڙي ويندي آهي. ڏينهن جو سرگرم رهندي آهي ۽ تمام تيزيءَ سان حرڪت ڪندي آهي. ڪِرڙيون کائيندي آهي. طبيعت ۾ خارباز آهي ۽ پڪڙجڻ تي مقابلو ڪندي آهي. ترڪستان، شام، عرب ۽ پاڪستان ۾ لداخ کان وٺي سنڌ جي جابلو علائقن تائين ملي ٿي.

**پرنٽ ٽيڪنالاجيءَ جي لغت** (ڪتاب): پرنٽ ٽيڪنالاجيءَ جي هيءَ انگريزي- سنڌي لغت امين محمد لغاريءَ جي ترتيب ڏنل آهي. خوبصورت ٽائيٽل واري هيءَ لغت 200 صفحن تي مشتمل آهي ۽ ان جي قيمت 200 روپيا آهي. هيءَ لغت سنڌي لئنگئيج اٿارٽي حيدرآباد 2007ع ۾ ڇپائي پڌري ڪئي.

**پرنٽر** (Printer): اها مشين آهي، جيڪا هڪ اهڙي آئوٽ پٽ ڊِوائس (نتيجو ڏيندڙ اوزار) آهي، جنهن جي مدد سان ڪمپيوٽر مان ملندڙ اطلاع کي ڇپيل حالت ۾ حاصل ڪيو وڃي ٿو جنهن کي سولائيءَ سان پڙهي ۽ سمجهي سگهجي ٿو پرنٽر مان ورتل آئوٽ پٽ کي "هارڊ ڪاپي" چئجي ٿو جنهن ۾ ڪاغذ ڇپيل صورت ۾ حاصل ٿئي ٿو پرنٽر جي، ڪاغذ کي پرنٽ لاءِ وجهڻ واري خاني کي اِن ليٽ ۽ پرنٽ ڪڍڻ واري خاني کي آئوٽ ليٽ چئجي ٿو پرنٽر کي پرنٽنگ جي ڪم جي لحاظ کان نان امپيڪٽ پرنٽر (Non-Impact Printer) امپيڪٽ پرنٽر (Impact Printer) ۾ ورهايو وڃي ٿو:

(1) **نان امپيڪٽ پرنٽر** (Non-Impact Printer): نان امپيڪٽ پرنٽرن ۾ ڪنهن به نمونې جي ڇپائيءَ جو ڪم هڪ خاص قسم جي اليڪٽرانڪ شعاعن جي مدد سان ورتو وڃي ٿو اهو ان ريت ته جيڪو ڪجهه پرنٽر سان ڇاپيو وڃي ٿو ان جي اکرن مان هيءَ شعاع گذري ٿو ۽ ان جي فلم ٺهي وڃي ٿي. ان کان پوءِ ان فلم تي آئوٽ پٽ نتيجي کي خاص قسم جي ڪاغذ تي موڪلي، ان جي هارڊ ڪاپي حاصل ڪئي وڃي ٿي. اهڙا پرنٽر هڪ منٽ ۾ 6400 لائينون ڇاپي سگهن ٿا. اهڙن پرنٽرن جا ڪيترا ئي قسم آهن، جن مان ڪن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو:


نان امپيڪٽ پرنٽر

(i) **ليزر پرنٽر** (Laser Printer): هن پرنٽر ۾ پرنٽنگ لاءِ فوٽو ڪاپيءَ وارو طريقو رکيو ويو آهي، جنهن ۾ بجلي، دٻاءَ ۽ حرارت کي ڪتب آڻي ڪاربان جا پارٽيڪل، ڪاغذ جي مٿان وڇايا وڃن ٿا، جنهنڪري ڪاغذ تي عڪس ٺهي ٿو ليزر پرنٽر جي پرنٽنگ جي رفتار في منٽ صفحن سان ماپي وڃي ٿي. مختلف ليزر هڪ منٽ ۾ 4 کان 12 تائين صفحا پرنٽ ڪري سگهن ٿا. ان ۾ خرچ جو دارومدار ان ڳالهه تي آهي ته ڪيتري بهتر پرنٽ نڪري ٿي يا ڪنهن صفحي تي ان جي پائوڊر جو ڪيترو مقدار ڪتب ٿئي ٿو پرنٽر اندر پائوڊر سان ڀريل هڪ ٽونر ڪتب ايندو آهي، جيڪو وچئين درجي جي ٽيڪسٽ جا 2000 کان 3000 صفحا ڪڍي سگهندو آهي. هي پرنٽر پرنٽنگ وقت آواز نه ٿا ڪن ۽ انهن جي خاصيت به تمام سٺي ٿئي ٿي. اشاعتي ادارا گهڻو ڪري هن قسم جا پرنٽر استعمال ڪن ٿا. جن جي پرنٽنگ واري خاصيت کي ڊي پي آئي (ڊاٽس پر انچ) سان ماپيو وڃي ٿو. 300 ڊي پي آءِ کان 1200 ڊي پي آءِ جا پرنٽر ڪتب اچن ٿا. 300 ڊي پي آءِ جي معنيٰ آهي هڪ چورس انچ ايراضيءَ ۾ 300 ڊاٽ ڊيگهه جي طرف ۽ 300 ڊوٽ ويڪر جي طرف پرنٽ ٿين ٿا. مطلب ته هڪ چورس انچ ۾ ڪل 90000 ڊوٽ ٿيندا. ان لاءِ جيتري پرنٽر جي ڊي پي آءِ واري خاصيت سٺي هوندي، اوتري سٺي پرنٽ ڪڍي سگهجي ٿي.

ليزر پرنٽر

(ii) **پلاٽر** (Plotter): پلاٽر هڪ آئوٽ پٽ ڊيوائس آهي. ان سان مختلف نقشا، تصويرون، ڊزائينون ٺاهي سگهجن ٿيون. پلاٽر ۾ مختلف رنگ جون مختلف پينون لڳل هونديون آهن، جن سان رنگين ڊيزائن ٺاهي سگهجي ٿي.

(iii) **انڪ جيٽ پرنٽر** (Ink-Jet Prniter): انڪ جيٽ پرنٽرن ۾ خاص قسم جو ڪاغذ استعمال ٿئي ٿو، جيڪو مَس کي گهڻو جلدي ملائي ڇڏي ٿو. هن ۾ ڪاغذ يا ڪنهن ٻيءَ شيءِ تي مس نڪري ٿي، جنهن سان ٽيڪسٽ ۽ گرافڪس کي پرنٽ ڪري سگهي ٿو ان پرنٽر جي اندر هڪ نوزل (ٽوٽي) ڪاغذ جي هڪ پاسي کان ٻئي پاسي تائين حرڪت


انڪ جيٽ پرنٽر

ڪري ٿي ۽ ڪمپيوٽر ڪان ملندڙ عڪس موجب مَس جو هڪ پاسي ڪان ٻئي پاسي تائين حرڪت ڪري ٿو ۽ ڪمپيوٽر ڪان ملندڙ عڪس موجب مَس هڪ خاص ڦوهارو نڪري صفحي کي پينٽ ڪري ٿو. جڏهن پرنٽر، صحيح پرنٽ نہ ڏئي تہ ان جي ڪارٽيج (هڪ قسم جي مس) کي تبديل ڪرڻ گهرجي، جيئن صحيح نتيجو ڏئي. پرنٽر Epison ۽ ٻين ڪمپنين جا دستياب آهن. ان ڪان سواءِ زيرو گرافڪ پرنٽر ۽ ٻيا، نان امپيڪٽ قسم جي پرنٽرن ۾ اچن ٿا.

(2) **امپيڪٽ پرنٽر** (Impact Printer): امپيڪٽ پرنٽرن ۾ عام ٽائيپ رائيٽر وانگر پرنٽنگ ٿئي ٿي. هن ۾ هڪ ربن لڳل هوندي آهي، جنهن ۾ خاص قسم جي مس هوندي آهي. ان ربن مٿان گهربل اکر يا انگ جو ٽڪر پنهنجو دٻاءُ وجهي ٿو، جنهنڪري اهو ڪاغذ جي مٿان ڇپجي وڃي ٿو. امپيڪٽ پرنٽر پراڻي قسم جا پرنٽر آهن. اهڙن پرنٽرن جا ڪيترائي قسم آهن، جن مان ڪي هتي بيان ڪجن ٿا:


امپيڪٽ پرنٽر

(i) **گالف بال پرنٽر** (Golf Ball Printer): هن قسم جي پرنٽرن ۾ هڪ گول بال وانگر حرڪت ڪرڻ واري باڊي ٿئي ٿي، جيئن ڪيترن اليڪٽرڪ ٽائيپ رائٽرن ۾ هوندو آهي. ان تي مختلف اکرن کي ڪتب آڻڻ لاءِ ٿاهي سگهجي ٿو ۽ انهن کي سولائيءَ سان بدلائي بہ سگهجي ٿو.

(ii) **ڊاٽ ميٽرڪس پرنٽر** (Dot Matrix Printer): اهڙن پرنٽرن ۾ هڪ ئي وقت ڪاربان پيپر ڪم آڻي نقل بہ ٺاهي سگهجي ٿو، جيڪو ٻين قسمن جي پرنٽرن ۾ ممڪن نہ ٿيندو آهي. هن قسم جي پرنٽرن ۾ پنون ٿين ٿيون، جيڪي ٽائيپ رائيٽر وانگر هڪ ربن تي لڳن ٿيون، ان ڪري ڪاغذ تي ان موجب پرنٽنگ ٿي وڃي ٿي. حقيقت ۾ ڊاٽ ميٽرڪس پرنٽر 9 پنن سان گڏ تيار ڪيا ويا هئا. هي پنون اُڀي نموني ٺاهيون ويون هيون ۽ انهن سان جيڪو آئوٽ پٽ ملندو هو، مٿاڇري واري خاصيت جو هوندو هو. انهن جي خاصيت کي بهتر بنائڻ لاءِ پنن کي وڌايو ويو ۽ هاڻي نون پرنٽرن ۾ 24 پنون ٿين ٿيون. ڊاٽ ميٽرڪس پرنٽر ۾ ڪيريڪٽر جي ڪري پرنٽ ٿئي ٿي ۽ هر ڪيريڪٽر ڊاٽس جي مختلف گروپن جي شڪل ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿو. ڊاٽ ميٽرڪس پرنٽرن ۾ عام طرح ڪيترن ئي فونٽن کي پرنٽ ڪرڻ جي قابليت ٿئي ٿي. ان جي ڊرافٽ موڊ ۾ پرنٽ ڪرڻ جي رفتار 200 ڪان 400 اکر في سيڪنڊ تائين ٿي سگهي ٿي. ڊاٽ جي معنيٰ نقطو يا ٻڙي آهي. هي پرنٽر هلڻ وقت آواز ڪن ٿا، ڇاڪاڻ تہ اهي پنون ان اندر لڳل ربن سان اهڙيءَ طرح ٽڪرائجن ٿيون، جيئن مڪينيڪل ٽائيپ رائيٽر جو ٻٽڻ دٻائڻ سان هڪ ليور ڪاربان پيپر تي زور سان لڳي ٿو ۽ ڪاغذ تي پرنٽ ٿي وڃي ٿي. هن پرنٽر جي رفتار بہ گهٽ آهي ۽ هي خاصيتن ۾ بہ


ڊاٽ ميٽرڪس پرنٽر

سٺو نہ آهي، پر ان ۾ هڪ خوبي اها آهي تہ ان جي پرنٽ تي خرچ ٻين پرنٽرن جي مقابلي ۾ تمام گهٽ ٿئي ٿو، جنهنڪري اڄ تائين بہ اهي آفيسن وغيره ۾ ڪتب اچن ٿا. هي پرنٽر اڃا استعمال ٿين ٿا، پر انڪ جيٽ پرنٽرن جي اچڻ ڪان پوءِ انهن کي گهٽ پسند ڪيو وڃي ٿو. ڪيترن ئي ڊاٽ ميٽرڪس پرنٽرن ۾ رنگ جي اختياري بہ هوندي آهي. ان لاءِ ملٽي ڪلر ربن ڪم ايندو آهي.

(iii) **چين پرنٽر** (Chain Printer): هي پرنٽر هڪ لائين پرنٽر وانگر ٿين ٿا. ان ۾ اکر هڪ لڳاتار زنجير تي ٺهيل هوندا آهن. اها زنجير، پرنٽر هٿوڙي ۽ ڪاغذ جي وچ ۾ لڳل هوندي آهي. جڏهن هٿوڙي زنجيريءَ تي لڳي ٿي تہ گهربل اکر، ڪاغذ تي ڇپجي وڃي ٿو. ان ڪان سواءِ ڪيترائي ٻيا پرنٽر پڻ امپيڪٽ پرنٽرن واري قسم جا ٿين ٿا.ا

**پرنس** (ڪتاب): هي ڪتاب فلورينس (اٽليءَ) جي مشهور سياسي اڳواڻ نڪو ميڪاولي جي لکيل انگريزي ڪتاب "The Prince" جو سنڌيءَ ۾ ترجمو آهي. هي ڪتاب هن فلارينس جي سياسي ماحول ۾ رهي لکيو هو. هن ٻيا بہ ڪيترائي ڪتاب لکيا هئا. هي ڪتاب سندس مشهور ڪتابن مان آهي، جنهن کي عالمي شهرت ملي. سياستدانن جي ڪوڙن ڊنگن ۽ فريبن جي هن ڪتاب ۾ عڪاسي آهي ۽ سچي ۽ خدمتگار سياستدان ٿيڻ لاءِ رهنمائي بہ آهي. هن ڪتاب جو مفصل ترجمو سنڌ جي سڃاڻ مترجم م. ن محزون ڪيو آهي. رنگين ٽائيٽل، ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ 136 صفحا آهن ۽ قيمت 40 رپيا آهي. هي سنڌي ساهت گهر حيدرآباد پاران 1993ع ۾ شايع ٿيل آهي. هن ڪتاب جو اردوءَ تان سنڌي ترجمو منصور قادر جوڻيجي بہ ڪيو هو، جنهن جا ٻہ ڇاپا ڇپجي چڪا آهن.




**پرنگل، رابرٽ ڪيٽ**: رابرٽ ڪيٽ، پرنگل، انگريزن جي صاحبيءَ ۾ سنڌ جو پهريون ڪمشنر هو. هن ايڊنبرگ هاءِ اسڪول ۽ هيلبريءَ مان ابتدائي ۽ اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ 1820ع ۾ بمبئي سول سروس ۾ شموليت اختيار ڪئي. سندس والد اليگزينڊر پرنگل، غريب طبقي سان تعلق رکندڙ هو، پر رابرٽ ڪيٽ ترقي ڪندو بمبئيءَ جو چيف سيڪريٽري ٿيو.

اڳتي هلي هو بمبئي ڪائونسل جو وقتي ميمبر بہ ٿيو. جڏهن چارلس نيپيئر گورنري ڇڏي، سنڌ جي بمبئيءَ سان الحاق جو اعلان ڪيو تہ سنڌ مان گورنر جو عهدو ختم ڪيو ويو ۽ ان جي جاءِ تي ڪمشنر جي مقرريءَ جو اعلان ڪيو ويو، تہ هن کي سنڌ جو ڪمشنر بڻايو ويو. اهڙيءَ طرح کيس سنڌ جي پهرئين ڪمشنر هئڻ جو اعزاز حاصل رهيو. پرنگل 1854ع ۾ رٽائر ٿيو ۽ 12 جنوري 1897ع ۾ وفات ڪيائين.

**پُرڻ**: پرڻ تعلقي موري جو مشهور ڳوٺ آهي، جيڪو ديهہ ڪوٽ ستابي ۾ آباد آهي. هن ڳوٺ ۾ رهندڙن جو تعداد 2000 کن ٿيندو. هتي پرائمري ۽ مڊل اسڪول موجود آهن. مشهور عوامي شاعر سيد سليمان شاهہ ولد سيد محمد شاهہ لکياري، اصل ڳوٺ پرڻ جو وينل هو. جتان پوءِ لڏي تعلقي نوشهري فيروز جي ڳوٺ "بودلي ڏاهري" ۾ سڪونت پذير ٿيو. سندس مرشد

سيد حزب الله شاھ راشدي پاڳارو (1255ھ-1308ھ) ساڻس ناراض ٿيو ته ھيءَ مشھور ڪافي چيائين:

ڪيئن ريجھايان تو کي، ڪيئن پرچايان،
ڏس ڪو ڏانءُ!

جيڪا ڪنور ڀڳت ڳائي مشھور ڪئي. پُرڻ سان ھڪ پھاڪو مشھور آھي ته "چٽي چنيجن جي، پُرڻ تي پيئي." ھن پھاڪي جو پس منظر اھو آھي ته ڏاڙيل چنيجن جي ڳوٺ کي ڦرڻ جي ارادي سان نڪتا، پر رات وچڙي ۾ ڀلجي وڃي پُرڻ نڪتا ۽ ڳوٺ وارن کي ڦري ڏنگ ڪيائون ته ڪين خبر پئي ته ھي ڳوٺ چنيجن جو نه پر پُرڻ آھي، اُن تي اھو پھاڪو مشھور ٿيو.

**پَرو:** اڏامندڙ پکين جي قطار، جيڪا ھڪ ساريڪي ھجي، يا ڪنھن ترتيب سان ھجي، جيئن ڪونجن جي قطار، جيڪي گوني ڪنڊ جي نموني سان قطار ۾ اُڏامنديون آھن ته ان قطار کي 'پرو' چئبو آھي.

**پرواز ادبي سنگت ھالا:** پرواز ادبي سنگت ھالا، عبدالرشيد ابڙي "رشيد ھالائيءَ"، 1963ع ۾ ھالا شھر ۾ قائم ڪئي ھئي. ھن تنظيم جي قيام ۾ رشيد ھالائيءَ سان گڏ عبدالغفار ابڙو، فتح محمد چانگ، 'پرديسي' ۽ عبدالجليل نشتر شامل ھئا. ھن تنظيم جا ھيٺيان مقصد ھئا:

1. سنڌي ادب جي خدمت لاءِ پاڻ پتوڙڻ؛
2. نوجوانن ۾ ادبي ذوق پيدا ڪرڻ؛
3. ادب ذريعي صحتمند معاشري لاءِ جاکوڙڻ؛
4. اخلاقي ۽ سماجي براين خلاف ادب جي ذريعي جھاد ڪرڻ؛
5. ادبي تقريبون منعقد ڪرائڻ، ۽
6. اديبن ۽ شاعرن جا ڪتاب شايع ڪرائڻ.

ھن تنظيم پاران عيد ميلادالنبيءَ جون تقريبون، مختلف اديبن ۽ شاعرن سان رھاڻيون، مشاعرا ۽ راڳ رنگ جون ڪيتريون محفلون ڪوٺايون ويون. 1966ع ۾ "دنيا ھڪ تصويري آئينو" نالي سان تصويرن ۽ ھالا ۾ ٺھندڙ ثقافتي شين جي ھڪ نمائش ڪرائي وئي، ھن نمائش ۾ ماھوار گلستان جي ايڊيٽر، روزاني مھراڻ ۽ ماھوار سائنس مئگزين جي سب ايڊيٽر ۽ مصور غلام حيدر پٺيءَ جون تصويرون رکيون ويون ھيون. ھن تصويري ۽ ثقافتي نمائش جو افتتاح مشھور تعليمدان غلام رضا پٺي ڪيو ھو.

ھن تنظيم پاران ھر سال ھالا ۾ "ساليانو جشن پرواز" منعقد ڪيو ويندو ھو جنھن ۾ ڪتابن جي نمائش، مشاعرو، راڳ رنگ جي محفل ۽ ادبي رھاڻ شامل ھوندي ھئي، جنھن ۾ سنڌ جا ناميارا اديب، شاعر ۽ راڳي وڏي تعداد ۾ شرڪت ڪندا ھئا. انھن ۾ ڊاڪٽر ابراھيم خليل، منظور نقوي، جمال الدين مومن، قاضي عبدالوھاب عزيز مورائي، الحاج رحيم بخش قمر جا نالا قابل ذڪر آھن. ھن تنظيم ھڪ ڪتاب "منزل ناھي دور" ترتيب ڏياريو پر شايع نه ٿي سگھيو ھيءَ تنظيم 1992ع تائين سرگرم رھي، ان بعد ھن تنظيم جي باني ميمبرن جي ھالا مان لڏي وڃڻ سبب تنظيم جون سرگرميون ختم ٿي ويون.

**پروانو:** ھڪ قسم جو اڏامندڙ جيت (تفصيل لاءِ ڏسو: "پتنگ"). 'شمع ۽ پروانو' فارسي ۽ اردو شاعريءَ جو خاص موضوع آھي. سنڌي روايتي شاعريءَ ۾ به پرواني ۽ شمع جي تمثيل ملي ٿي.

**پروانو پٺي:** ناميارو شاعر ۽ صحافي. پرواني پٺيءَ جو اصل نالو ميو خان پٺي آھي. ھن 16 فيبروري 1934ع تي پياري ڳوٺ، تعلقي دادوءَ ۾ جنم ورتو سندس تعليم سنڌي فائينل (1948ع)، اديب فاضل (1961ع) ۽ ٽيپداري ڪورس (1953ع) آھي. پروانو پٺي 1949ع کان 1953ع تائين



پرائمري استاد رھيو ۽ 1959ع ۾ 6 مھينا ٽپيدار رھيو پروانو پٺي سنڌ جو ڪھنه مشق شاعر آھي، سندس شمار سنڌ جي اھم شاعرن ۾ ٿئي ٿو ھو شاعر ھئڻ سان گڏ ھڪ سٺو نثر نويس پڻ آھي. سندس مضمون، ڪالم ۽ رپورٽون اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپجنديون رھيون آھن. ان حوالي سان ھو ھڪ سٺو تجزيه نگار، ڪالم نگار ۽ نقاد به آھي. ڪيترن سالن کان عبرت ۽ ٻين اخبارن ۾ سندس ھزارين قطعا ڇپجندا رھيا، جن کي وڏي عوامي مقبوليت حاصل رھي آھي. پرواني پٺيءَ جا ٻه ڪتاب "ٽڙندڙ مکڙيون" (ترتيب: 1959ع) ۽ "ھي زندگيءَ جا ميلا" (سنڌ جي درگاھن تي ٿيندڙ ميلن جو اکين ڏٺو احوال) ڇپيل آھن. سندس شاعريءَ جو اڃا تائين ڪو مجموعو شايع نه ٿيو آھي. پروانو پٺي ھن وقت حيدرآباد سنڌ ۾ قائم ٿيل اداري "امسا" (Institute of Modern Science and Arts) ۽ انيس حسين اڪيڊمي (پرائيويٽ) ۾ سنڌي پڙھائيندو آھي. ڪجھ سال اڳ، پبلڪ اسڪول حيدرآباد ۾ به سنڌيءَ جو استاد ٿي رھيو. "امسا" ۾ مختلف عالمن، اديبن ۽ تعليمدانن کان "شاھ لطيف جي فن ۽ فڪر" جي حوالي سان ليڪچر ڏيارڻ جو انتظام ڪندو رھيو آھي. انھن پروگرامن ۾ امسا جا شاگرد (سنڌي توڙي اردو ڳالھائيندڙ) شاھ جي مختلف سُرن مان، درست تلفظ سان بيت ياد پڙھندا ھئا. ان لاءِ پروانو پٺي شاگردن کي اڳواٽ تياري ڪرائيندو ھو ۽ ان نموني ھن لطيف شناسيءَ کي عام ڪرڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو آھي.

پروانو پٺي سنڌي ادبي سنگت سنڌ جو مرڪزي جوائنٽ سيڪريٽري، حيدرآباد شاخ جو سرگرم ڪارڪن، بزم طالب المولىٰ جو ميمبر ۽ ٻين ڪيترين ادبي تنظيمن ۽ بزمن جو سرگرم رڪن رھيو آھي. ھن جو ريڊيو پاڪستان حيدرآباد سان اُن جي قيام کان وٺي لاڳاپو رھيو آھي. اتي مشاعرن، تبصرن، تجزين، ٻارڙن جي ٻاريءَ، فتح خان جي ڪچھريءَ ۽ ٻين پروگرامن ۾ سندس ڀرپور ڪردار رھيو آھي. ھڪ سينئر صحافيءَ جي حيثيت ۾ روزاني عبرت، سنڌ نيوز، خادم وطن ۾ مسلسل لکندو رھيو آھي. ھن وقت به روزاني خبرون، روزاني عبرت ۽ ٻين اخبارن ۾ سندس ڪالم ڇپبا رھن ٿا. ماھوار "امرتا" ۾ سندس آتم ڪھاڻي "ڪتاب زندگيءَ جا ورق" عنوان سان ڪجھ حصا ڇپيا آھن. پروانو پٺي ھن وقت سنڌي ادبي بورڊ جي بورڊ آف گورنرس ۽ سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ جي نصاب ڪاميٽيءَ جو ميمبر آھي ۽ عبدالله سينٽر قاسم آباد، حيدرآباد ۾ رھائش پذير آھي.

**پروانو سيوھاڻي:** نوجوان ليکڪ پرواني سيوھاڻيءَ جو اصل نالو منظور علي سومرو ولد گل محمد سومرو آھي. سندس پيدائش 21 جولاءِ 1963ع تي سيوھڻ ۾ ٿي. پرواني سيوھاڻيءَ پنھنجون ادبي سرگرميون شاعريءَ سان شروع ڪيون، ھن غزل، گيت، قطعي ۽ وائيءَ ۾ طبع آزمائي ڪئي آھي. ٻاراڻي ادب لاءِ تمام گھڻو لکيو آھي. ھي ٻاراڻي ادب جي حوالي سان

1975ع ۾ استاد بخاريءَ جي تجويز تي "سرهاڻ پبليڪيشن" قائم ڪري، ٻارن جا 100 کن ڪتاب ڇپائي چڪو آهي، جن ۾ 9 سندس ذاتي ڪتاب شامل آهن. انهن ۾: (1) ٽياسيءَ جا ٽي ناٽڪ، (2) پکين جي ديس ۾، (3) ڌرتيءَ جو تارو (ناٽڪ)، (4) تماشو (ڪهاڻيون)، (5) هل ته هلون چنڊ تي (سائنسي ناول)، (6) اڏام (ڪهاڻيون)، (7) خير و خيالي (ڪهاڻيون)، (8) انڌي فقيرياڻي (ڪهاڻي)، (9) چنڊ ۽ چڪور (ڪهاڻيون)، (10) ٻارن جا گيت (شاعري) ۽ (11) منهنجون يادون، منهنجو ننڍپڻ (آتم ڪٿا) شامل آهن. سندس ڪهاڻين جي ڪتاب "اڏام" کي سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ سال 2001ع ۾ ٻاراڻي ادب جو بهترين ڪتاب قرار ڏئي انعام ڏنو هو.

ان کان سواءِ هن "سرهاڻ پبليڪيشن" طرفان ٻارن جي رسالي "سرهاڻ" جا 60 کان مٿي پرچا ڪڍيا آهن. هن رسالي جو ايڊيٽر به پروانو سيوهاڻي پاڻ رهيو آهي ۽ 1989ع کان وقت به وقت شايع ٿيندو رهي ٿو سيوهاڻي سنڌي ادبي سنگت سيوهڻ جو ميمبر به آهي. ڪيس سنڌي ادبي سنگت سنڌ، روشن تارا اسڪول، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي ۽ ٻين ادارن پاران ڪيترا اوارڊ ملي چڪا آهن. پرواني سيوهاڻيءَ جي ڪتابي سلسلن ۽ 'سرهاڻ' رسالي کان اتساهه وٺي، ٻارن جا ڪيترا ليکڪ پيدا ٿيا آهن. ٻاراڻي ادب ۾ پرواني سيوهاڻيءَ جون خدمتون وساري نه ٿيون سگهجن.

**پروانو ميراجي:** بروهي زبان جو شاعر غلام رسول 'پروانو' ميراجي ولد پيربخش ميراجي، 1 آگسٽ 1970ع تي جنگي وال ڪيرٿر ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي ديني ۽ سنڌي تعليم مدرسه عربيه محمديه فريدآباد، ضلعي دادوءَ مان ورتائين. ميٽرڪ جو امتحان گورنمينٽ هاءِ اسڪول ميهڙ-1 مان ڏنائين. انٽر گورنمينٽ ڊگري ڪاليج خيرپور ناٿن شاهه مان ڏئي، بي. اي سنڌ يونيورسٽي، ڄامشوري مان پاس ڪري پرائمري اُستاد ٿيو. ان کان سواءِ اوپن انٽرنيشنل يونيورسٽي فار ڪمپليمينٽري ميڊيسن سريلنڪا ڪئمپس ڪراچيءَ مان ڊگري وٺي طب جي شعبي ۾ مهارت حاصل ڪيائين. 1988ع کان براهوي ادب سان لاڳاپيو شاعري4 کان سواءِ ڪافي تحقيقي مقالا به لکيا اٿس. جڙي ٻوٽين تي سندس براهوي زبان ۾ لکيل ڀرپور تحقيقي ڪتاب "پيهي قلي" (گل بابونه) 101 صفحن تي مشتمل براهوي اڪيڊمي ڪوئيٽا 2001ع ۾ ڇپائي، جنهن جي ادبي حلقن ۾ وڏي مڃتا ٿي. هي براهويءَ کان سواءِ اردوءَ ۾ به لکي، براهويءَ جو سٺو شاعر آهي.

**پروانو، نور محمد:** نور محمد ولد مهر دل پندراڻي بروهي، 15 فيبروري 1918ع تي ڳوٺ پندراڻ تعلقي اوستي محمد بلوچستان ۾ پيدا ٿيو. اوستي محمد ۾ ئي ابتدائي تعليم حاصل ڪيائين. مڊل جو امتحان سبيءَ مان ڏنائين. محمد پور اوڍ، تعلقو ڳڙهي خيرو سنڌ سندس ڳوٺ آهي. سنڌي، براهوي ۽ اردو زبانن جو شاعر، اديب ۽ صحافي رهيو آهي. 1938ع ۾ جيڪب آباد جي هفتيوار "ڪمال هند" جو نمائندو مقرر ٿيو بعد ۾ هفتيوار "نوجوان" جيڪب آباد جو ايڊيٽر مقرر ٿيو ڳڙهي خيري تعلقي جي اوڍن جي سردار نبي بخش خان اوڍي جو مئنيجر به رهيو نور محمد پروانو بنيادي طرح ڪانگريسي ڪارڪن رهيو ۽ ڪشمير وڃي سرينگر ۾ سماجي خدمتون سرانجام ڏنائين. هڪ سماجي ڪارڪن جي حيثيت سان 1950ع ۾ جيڪب آباد ۾ آل پاڪستان بروهي ائسوسيئيشن جو بنياد رکيائين، جيڪا بعد ۾ 1973ع ۾ تراب بروهيءَ رجسٽر ڪرائي. 1960ع ۾ ان وقت جي بلوچستان جي گورنر غوث بخش خان رئيساڻي مرحوم جي مدد سان مستونگ بلوچستان مان هڪ هفتيوار اخبار "ايلم مستونگ" جاري ڪيائين، جيڪا براهوي ۽ اردو زبان ۾ آهي. هن اخبار ۾ سنڌي زبان کي وڏي اهميت ڏني ويندي آهي. سنه 1958ع ۾ براهوي ادبي بورڊ قائم ڪري "براهوئي قاعده" ڪتاب لکي شايع ڪرايائين. هن هڪ اديب ۽ شاعر جي حيثيت سان ڪوئٽا ۽ خضدار ريڊيو کان سواءِ ڪوئٽا ٽي وي جي بيشمار پروگرامن ۾ شرڪت ڪئي. سندس هفتيوار اخبار "ايلم" ذريعي براهوي علم، ادب، صحافت ۽ ثقافت کي جيڪا ترقي نصيب ٿي، سوين اديب، شاعر صحافي، فنڪار ۽ عالم پيدا ٿيا، سا ڳالهه سندس خدمتن ۽ قربانين جو نتيجو آهي. 10 ڊسمبر 1995ع تي وفات ڪيائين. سندس جاري ڪيل اخبار "ايلم" اڄ تائين سندس پوٽو محمد عظيم "ذاڪر" براهوي جاري رکيو پيو اچي.

**پروانه جات و سنڌهاري سادات:** هن قلمي نسخي جو مرتب سيد سوائل شاهه (ثاني) پٽ سيد غلام علي (وفات 1277هه/1860ع) پٽ سيد فقير علي پٽ سيد سوائل شاهه (اول) (المتوفي 1232هه/1816ع) پٽ سيد محمد شجاع پٽ سيد عبد اللطيف پٽ سيد عبدالستار پٽ سيد جان محمد پٽ سيد طالب پٽ سيد گهرئو پٽ سيد ميان، اولاد امير سيد محمد مڪي رضوي آهي. روهڙيءَ جي ساداتن کي وقت به وقت حاڪمن کان جيڪي زمينون ۽ جاگيرون ملنديون هيون، تن جي پروانن ۽ سَنَدَن کي هن بياض ۾ گڏ ڪيو ويو آهي. هيءَ بياض بنديءَ مثل ڊگهن ڊُلهن پنن تي لکيل ۽ 180 صفحن تي ڦهليل آهي. مرتب، هن بياض ۾ شامل پروانن ۽ ٻين قيمتي سَنَدُن جي نقل ۾ ترتيب جو ڪو به لحاظ نه رکيو آهي. ڪٿي ٽالپر حاڪمن جا پروانا نقل ڪيا ويا آهن، ته ڪٿي برطانوي دور جي عملدارن ۽ اهلڪارن جون سندون ڏنيون ويون آهن ۽ ڪٿي وري مغلن جي دور جا پروانا ڏنا ويا آهن. مرتب کي جيئن جيئن مختلف هنڌن تان مواد ملندو ويو آهي، تيئن تيئن انهن کي بياض ۾ درج ڪندو ويو آهي. هن بياض ۾ ڪافي قيمتي مواد موجود آهي. پروانن ۽ ٻين نقلن کان سواءِ روهڙي، بکر ۽ سکر جي ڪيترن ئي بزرگن، جاين، حويلين، ماڳن ۽ مڪانن جو احوال موجود آهي. هن بياض جي اڀياس مان ڪيترين اهم تاريخي ڳالهين حاصل ٿي سگهن ٿيون. هيءَ بياض، روهڙي شهر ۾ "شهيد ڊاڪٽر علي شريعتي لائبرريءَ" ۾ موجود آهي.

**پروڙ:** تعلقي ساماري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

عمر ڀنڀرو، اميد علي رند ۽ جکو

**پروڙي:** تعلقي ٽنڊي محمد خان جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پٽي ڳوٺ، حاجي خان ڳوٺ، گل محمد بوهڙ، احمد خان نظاماڻي، هاشم بوهڙ.




**پروفيسر (ڪتاب):** هي ڪتاب نامياري ڪهاڻيڪار نجم عباسيءَ جي ڪهاڻين جو مجموعو آهي، هي سندس سورهون ڪتاب آهي، جنهن ۾ سندس 20 ڪهاڻيون شامل آهن. ليکڪ هن ڪتاب جي ارپنا ميڪسم گورڪيءَ جي ناول "امڙ" جي نالي ڪئي آهي. ڪرائون سائيز جو هي ڪتاب "سڳنڌ پبليڪيشن

لاڙڪاڻي" آڪٽوبر 1984ع ۾ ڇپائي پٽرو ڪيو ۽ هن ڪتاب جي ڪئليگرافي اياز گل ۽ واشديو سنڌوءَ ڪئي آهي. هن ڪتاب جي قيمت 16 رپيا آهي.

**پروفيسر رام پنجواڻي** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي ناميارِي اديب، اُستاد، ڪهاڻيڪار، ناول نگار، مترجم، سماجي اڳواڻ ۽ 'سنڌيت جي هند ۾ سفير' ۽ پرواني، پروفيسر رام پنجواڻي جي سترهوين (70) جنم ڏينهن جي نسبت سان، ڪيس پيٽا ڏيڻ لاءِ پٽرو ڪيو ويو آهي، جنهن جي ايڊيٽوريل بورڊ جا ميمبر هري موٽواڻي، ٺاڪر چاولا، هوندراج ساجناڻي ۽ ٻلديو مٽلاڻي آهن. هي ڪتاب شري مورج. جي. منگهناڻي، چيئرمئن واگت ڪاميٽي دبئيءَ پاران شايع ڪيو ويو. ڪتاب جي ٽائيٽل ڪور ڊزائين ڏيوَن يوحواڻيءَ، رام لالچنداڻيءَ جي رتنا هيٺ ٺاهي آهي. هن ڪتاب جو سنڌي سيڪشن اشوڪ ڪمار ياڳچنداڻي، جئہ شوُ شڪتي پرنٽرس، الهاس نگر مان ڇپايو ۽ اُن جو انگريزي سيڪشن ڪي. ٽي. ابراهام، ايڪسيل آرٽ، بندر روڊ، سيوري ممبئيءَ مان ڇپائي پٽرو ڪيو. هن ڪتاب جي سنڌي ڀاڱي ۾ رام پنجواڻيءَ جي فن ۽ شخصيت تي هند جي ناميارن ليکڪن جا مقالا شامل آهن. جن مان ڪن جا نالا آهن: ٻلديو گاجرا، ڪرشن راهي، لعلسنگهه اجواڻي، پوپٽي هيراننداڻي، ڪيرت ٻاٻاڻي، ٻلديو مٽلاڻي، تيرٿ سباڻي، ٺهلرام آزاد، نارائڻ ڀارتي، پريم پرڪاش ۽ ڀارو چاولا ۽ ٻيا. جڏهن ته هڪ مضمون سنڌ جي ليکڪ شيخ عبدالرزاق راز جو شامل آهي. جڏهن ته پروفيسر رام پنجواڻيءَ ڪي شعر ۾ خراج تحسين ارجن شاد، هري دلگير، پريو وفا، ٻلديو گاجرا "گمنام"، رتنا ڪيسواڻي ۽ ايم. ڊي. ڪڪريجا پيش ڪيو آهي. انگريزي ڀاڱي ۾ پنجواڻي صاحب بابت موتي گدواڻي، ايڇ. جي. آڏواڻي، ناري گرهساڻي، اين. ڊي. گولاڻي، نبي بخش بلوچ (خط)، ٻلديو گاجرا، ارجن شاد، ڪي. ايل. پنجابي، چندو جئسنگهاڻي، گوبند مالهي، گني سامتاڻي، منگهارام ملڪاڻي، رام بخشاڻي ۽ ٻين جا مضمون شامل آهن.




هن ڪتاب ۾ رام پنجواڻيءَ جا پنهنجا پنج غزل ڏنل آهن ۽ "گذجاڻيون - رام جي قلم مان" جي عنوان هيٺ انهن يادگار گذجاڻين جو ذڪر آهي، جيڪي نه وسارڻ جوڳيون آهن. هن ڪتاب ۾ تصويرون به شامل آهن. پروفيسر رام پنجواڻيءَ بابت هن ڪتاب ۾ 80 صفحا انگريزيءَ جا آهن. سنڌ جي ناميارِي ڪهاڻيڪار ماهتاب محبوب جو به مختصر رايو ڪتاب ۾ شامل آهي، جنهن رام پنجواڻيءَ کي "روشني ۽ رهبريءَ جو مينار" ڪوٺيو آهي. پڪي جلد سان، هي ڪتاب 280 صفحن تي مشتمل آهي.

**پرولي:** پرولي ڳجهارت جو عام قسم آهي، آڳاٽي سمي ۾ جڏهن سنڌ ۾ پرولين جي پهه پچار شروع ٿي ته وقت گذرڻ سان گڏ نت نون ۽ انوکن خيالن ۽ نُڪتن جي اضافي سان پروليءَ جو بنيادي قالب تبديل ٿيو ۽ نت نوان قسم نمودار ٿيا، جن ڪي پروليون، ڏئون، معمائون ۽ ڳجهارتون سڏيو وڃي ٿو انهن مڙني قسمن مان 'ڳجهارت' فني لحاظ سان، نهايت ڳوڙهي ۽ معياري آهي.

**پروليءَ جي تاريخي قدامت:** پروليون قديم زماني کان وٺي دنيا جي اڪثر قومن، قبيلن ۽ سندن ٻولين ۾ رائج رهيون آهن. آڳاٽن سنڌ واسين، چينين، رومين، يونانين، عربن ۽ ايرانين توڙي يورپ جي مشرق توڙي مغرب جي متمدن قومن توڙي پٺتي پيل گروهن ۾، پهاڪا ۽ چوڻيون، گيت ۽ پروليون، سندن ذهني ارتقا ۽ طبعي ظرافت جي ساک ڀرين ٿيون. مجموعي طور پروليون خاص ڪري انسان ذات جي ذهانت ۽ ظرافت جا آڳاٽا آثار ۽ نمايان نشان آهن. البت هر گروهه پنهنجي ملڪ ۽ ماحول، پنهنجي طبعي ۽ معاشرتي لاڙن ۽ پنهنجي ٻوليءَ ۾ بيان جي وسعت مطابق 'پروليءَ' جي لفظي سٽاءَ ۽ معنوي نزاڪت جي آبياري ڪئي. يونان جي آڳاٽي دور توڙي هندستان جي ويدن واري دور جون پروليون اڪثر پرتڪلف آهن. جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته اُهي ڪن ذهين شخصن ارادتاً جوڙيون. فارسيءَ جي 'لغز' ۽ 'چيستان' ۾ ساڳيءَ طرح تڪلف ۽ تصنع نمايان آهي.

بهرحال آڳاٽي وقت کان سنڌ جي علمي طبقن ۾ پارسيءَ جي چيستانن جو چرچو ايترو وڌيو جو انهن جو پڙلاءُ عوام جي ڪنن تي به پيو ۽ هو فقط ايترو سمجهي سگهيا ته اهي پارسيءَ ۾ پروليون آهن. انهيءَ مفهوم مطابق، عوام پروليءَ کي 'پارسي' يا 'پاريسي' پڻ سڏڻ لڳا، جنهن جي تصديق شاهه جي رسالي مان ٿئي ٿي ته:

"بروبگيرد بي، ڏين پارسيون پاڻ ۾"

'پارسي' يا 'پاريسي' جي انوکي نالي کان سواءِ ٻيو نالو 'هيماري' آهي، جو لاڙ ۽ ٿر طرف رائج آهي، پر سڄيءَ سنڌ ۾ عام مشهور ۽ مروج نالو 'پرولي' آهي، جنهن کي ٻهراڙيءَ ۾ ڪن ماڳن تي 'پيرولي' يا 'پيرهوڙي' به ڪري اچارين.

'پرولي' لفظ غالباً 'پروڙڻ' مان نڪتل آهي، يعني اُها انوکي سٽا، جا پروڙڻ خاطر سٽيل هجي يا پروڙجي. هنديءَ يا اردوءَ ۾ ان جو مترادف 'پهيلي' آهي، يعني اها انوکي سٽا، جا پهه پروڙڻ خاطر سٽيل هجي. پرولي اڪثر سيني ديسن ۽ ٻولين ۾ عام آهي. پر پروليءَ جي بنيادي تخيل مان، جيڪي انهيءَ فن جا ٻيا نمونا نروار ٿيا، سي جدا جدا ديسن جي ماڻهن جي ذهانت ۽ ظرافت ۽ سندن ٻولين جي نفسياتي ڪيفيت ۽ منجهن بيان جي صلاحيت مطابق ڪن وڌ ٿورا ته ڪن وڌ گهڻا رائج ٿيا. مثلاً: اردوءَ ۾ 'پهيلين' کان سواءِ ٻيو نمونو فقط 'ڪهه- مُڪرنيون' آهي. انگريزي ٻولي، جنهن يورپ جي ٻين زبانن مان پنهنجي سرمايي ۾ اضافو ڪيو آهي، ان ۾ به فقط چار يا پنج قسم آهن. جنهن ۾ Riddles ۽ Puzzles وغيره شامل آهن. اهو سنڌ وارن جي ذهانت ۽ ظرافت جو ڪمال ۽ سنڌي ٻوليءَ جي بياني وسعت جو معجزو آهي، جو سنڌيءَ ۾ خود 'پرولي' جي گوناگون نمونن کان سواءِ ان ۾ هن فن جا ٻيا قسم، مثلاً: دستاگ، ڏٺ، معما، ڳجهارت، ڳُرڇيلي وارا سوال ۽ جواب، قسمين قسمين عاقلاڻا ٻول ۽ گفتا موجود آهن. سنڌ جي ايراضيءَ ۽ سنڌي ڳالهائيندڙن جي آدمشماريءَ جي لحاظ سان، هن فن جو مجموعي سرمايو جيترو سنڌي ٻوليءَ ۾ آهي، اوترو شايد دنيا جي ڪنهن ٻيءَ ٻوليءَ ۾ ملي.

پروليءَ بابت مختصر معلومات ڏيڻ بعد پروليءَ جي ٻين قسمن بابت ڪي خاص ڳالهيون ۽ اهڃاڻ ڏجن ٿا، جهڙوڪ: لفظي ۽ معنوي سٽاءَ جي لحاظ سان 'ساديون پروليون'، ساديون منظوم پروليون، 'ڳوڙهيون پروليون'

۽ 'ٻول پروليون'. 'ڳُوڙهين پرولين' جي مطالعي مان معلوم ٿيندو ته سالڪن ۽ سگھڙن ڪيئن ڪن عام شين کي بيان توڙي معنيٰ جي پيچيدن پردن ۾ پوشيدو ڪيو آهي. انهن مان ڪي پروليون جڻ 'معمائن' سان مشابهت رکن ٿيون. مثلاً:

**دستاڳ:** سنڌ جي ڏکڻ- الهندي ڪوهستاني علائقي ۾ خاص قسم جون منظوم پروليون رائج آهن، جن کي دستاڳ چئجي ٿو هنن پرولين جي سٽا جو مدار استعاري ۽ تشبيهه تي آهي.

**هيماريون ۽ ڳوڙها:** هيماريون ۽ ڳوڙها ٿرپارڪر واريءَ ايراضيءَ جون مخصوص پروليون آهن ۽ اڪثر ٿري ۽ ڍاٽڪي محاوري ۾ رچيل آهن. 'ڳوڙها' (اصل تلفظ گُوڙها) غالباً راجستاني ٻولين ذريعي ٿر ۾ رائج ٿيا، پر 'هيماريون' خاص سنڌ جي پيداوار آهن ۽ سنڌي ٻوليءَ ۾ به لاڙ (حيدرآباد جي ڏاکڻي پاڱي)، مُهراڻي(عمرڪوٽ ۽ ساماري) توڙي ٿرپارڪر ۾ رائج آهن. مثال طور:

هينڌ هينڌوڙي هيند تي، مکڙي مينڻي لار،
سرتا هوئي تو سوجهه لو، پتير وار وار.

[ننڍڙي ننڍڙي هنڌي، جنهن جي منهن مان مٺي لار وهي، ڏاها هجو ته ڳوليو جوان جي ڪل اندران وار ٿين.]

**ڏٺون يا ڏٺ پروليون:** ڪا وٿ، ڪا سٽا يا ڪو واقعو ڏسي، هنرمنديءَ سان نظم ۾ ان جا اهڃاڻ ڏئي 'پرولي' راس ڪجي ته اهڙي پروليءَ کي 'ڏٺ' يا 'ڏٺ پرولي' چئبو. جيڪڏهن شيءِ هڪ آهي ۽ اُن جي اهڃاڻن کي رمز سان بيان ڪيو ويو آهي، ته اها نسبتاً عام فهم 'ڏٺ' يا 'ڏٺ پرولي' چئبي. اهڙين عام فهم 'ڏٺن' يا 'ڏٺ پرولين' کي اندازاً سؤ ٻه سؤ سال کن يا اڃا به اڳ، سنڌ جي سگھڙن پنهنجيءَ رهاڻ ذريعي ڪافي ترقي وٺرائي ۽ اکين سان ڏٺل شين يا واقعن کان وک وڌائي، خيالي واقعا تصور ۾ رکي ڏٺون جوڙيون، جي پوين سگھڙن جي صدري روايتن ذريعي محفوظ رهيون ۽ اڃا تائين رائج آهن. مثال:

هڪ هرڻ، ٻارهن پير، ٽي سؤ سٺ سڱن،
هڪڙي هڪڙي سڱ ۾، پنج پنج گل چٽجن،
اهڙا ملوڪ هجن، جي ڏاها ڳولين ڏٺ کي.
(پير= مهينا، سڱ= ڏينهن، گل= نماز جا وقت) (پيچٽي: سال)

**معمائون:** 'معما' معنيٰ مخفي راز يا رمز. سنڌ ۾ اهو لفظ 'مام' جي عام اُچار سان، ڳجهي اشاري يا ڳجهارت جي معنيٰ ۾ آڳاٽي وقت کان رائج آهي. "معمه" (اصل عربي لفظ) ٻارهين صديءَ هجريءَ جي آخر ۾ شاهه لطف الله قادريءَ جي هڪ بيت جي سٽ ۾ ملي ٿو: "پرين پاٺهي ڏني پانهنجي، ڪالوڪان ڳجهي مام". 'معما' يا 'مام' ڳوڙهي پروليءَ جو اعليٰ نمونو آهي. سٽا جي لحاظ سان 'ڏٺ پرولي' ۽ معما ۾ هيءُ فرق آهي ته 'ڏٺ پرولي' اڪثر ڪنهن ڏٺل شيءِ يا واقعي بابت هوندي آهي، پر 'معما' ڏٺل کان سواءِ ڪنهن به اڻ ڏٺل شيءِ يا اڻ ٻڌل ڳالهه يا مذڪور بابت به ٿي سگھي ٿي. ڏٺ پروليءَ ۾ اڪثر هڪ شيءِ جو بيان هوندو آهي ۽ جيڪڏهن هڪ کان وڌيڪ شيون هونديون ته به بيان جي سٽا سادي ۽ سولي هوندي. ان جي برعڪس 'معما' ڪنهن هڪ شيءِ بابت به گھڻي تفصيل ۽ وڌيڪ مبهم اشارن سان سٽيل هوندي آهي. مثال طور:

ماکيءَ جون مکيون گلن ڦلن جو رس چوسي وڃي مانارين ۾ گڏ ڪن، پوءِ ماڻهو ماکي لاهي ان مان فائدو وٺن. انهيءَ مذڪور تي ڪنهن سگھڙ هيلين معما ٻڌي:

مينهون آيون ملير ڏهون، اڃي چنائون،
سوياري تنهن تڙ جو، پاڻي پيتائون،
جڏهن ڏڏائون، ته عالم آسودا ٿيا.

مشهور عوامي شاعر حمل فقير لغاريءَ به ڪجهه معمائون چيون آهن.

**'گرو چيلو' يا 'گرو چيلي جا سوال جواب':** "هٺ يوگي" يا "جوڳي پنٿ" طبقي جا فقير آڳاٽي وقت (اندازاً چوڏهين يا پندرهين صدي عيسوي) سنڌ ۾ آيا ۽ لسٻيلي ۾ هنگلاج کي پنهنجو تڪيو ۽ تيرٿ بنايائون. جوڳي پنٿ جو باني بابا مڇندرناٿ چيو وڃي ٿو ته آسام جو رهاڪو هو پر بابا مڇندرناٿ جي چيلي، گرو گورکناٿ، "جوڳي پنٿ" کي وڌيڪ فروغ ڏنو. سنڌ ۾ "گرو ۽ چيلي" جو تخيل "جوڳي پنٿ" جي فقيرن جي آمد رفت سان رائج ٿيو. چيلو، گروءَ جي صحبت ۾ ويهي تعليم حاصل ڪندو هو ۽ گرو سوالن ذريعي جڻ چيلي جو امتحان وٺندو هو. انهيءَ تخيل مطابق جوڳي پنٿ جي فقيرن جي روايتن ذريعي گروءَ جا چيلي کان پڇيل ڪي سوال سنڌ جي درويشن جي صحبتن ۾ رائج ٿيا، جن کان متاثر ٿي سنڌ جي سگھڙن پنهنجي رس رهاڻ خاطر گرو چيلي جا سوال جواب جوڙيا. گرو چيلي جي سوالن جوابن جو اصل موضوع غالباً 'جوڳ گيان' هو پر سنڌ جي سگھڙن پنهنجي طرفان انهيءَ رس رهاڻ کي 'گرو چيلو' سڏيو. اها ڪچهري سگھڙن وٽ اڃا تائين هلندڙ آهي. رمضان واڍي، چاڪر خان ۽ لعلڻ خان لغاريءَ ۽ ٻين ڪيترن جا انهيءَ نهج ۽ نموني تي چيل بند ان تي شاهد آهن.

**پروليون (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب کيمچند پيمي مل لوهاڻي جو لکيل آهي، جنهن ۾ سنڌي پروليون شامل آهن. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 31 صفحا آهن ۽ قيمت اٺ آنا لکيل آهي. ڇاپو پهريون، محمد عثمان ڏيپلائي، حيدرآباد، مان سال 1954ع ۾ ڇپايو. 'پروليون' نالي سان هڪ ٻيو ڪتاب پيتامبرداس جو به لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 20 صفحا آهن ۽ قيمت چار آنا لکيل آهي. ڇاپو پهريون، سهنج ساهتيه حيدرآباد وارن جي طرفان شايع ٿيل آهي.

**پروليون، ڏٺون، معمائون ۽ ٻول (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو ترتيب ڏنل آهي. جنهن ۾ سنڌ جي لوڪ ادب کي سهيڙيو ويو آهي. ڪتاب جو تفصيلي مقدمو به ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکيو آهي، جنهن پروليءَ جي تاريخي قدامت کي بهتر انداز ۾ بيان ڪيو آهي. ڪتاب ۾ ڪل 31 باب آهن، جن جو وچور هن ريت آهي: (1) ساديون پروليون، (2) ساديون منظوم پروليون، (3) ڳوڙهيون پروليون، (4) ٻول پروليون، (5) دستاڳ، (6) هيماريون ۽ ڳوڙها، (7) ڏِٺ پروليون، (8) روايتي ڏِٺون، (9) معمائون، (10) ٻولن واريون روايتي منظوم معمائون، (11) گرو چيلو (12) سگھڙ ڀائيءَ جا ٻول ۽ (13) عاقلاڻا قول ۽ ٻيا. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1965ع ۾ ۽ ٻيو ڇاپو 2007ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو



سنڌ ڇپرائي پڌرو ڪيو. ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ ڪل 280 صفحا آهن. ڪچي جلد سان هن ڪتاب جي قيمت 120 رپيا آهي.

**پروميٿيئس** PROMETHEUS (ديوتا): ڪائنات ۾ مٽيءَ مان قسمين قسمين جانورن جا بوتا ٺاهيندڙ ٽيٽن (Titan) خاندان جي هڪ ڏند ڪٿائي ديوتا لاءِ عقيدو هو ته هن انسانن کي باهه جي استعمال سان گڏ لکڻ پڙهڻ، حساب ڪتاب، نجوم ۽ طب جا علم سيکاريا ۽ جانورن جي پالنا ۽ استعمال جا طريقا سيکاريا.


پروميٿيئس جي خيالي تصوير

روايتون آهن ته: پروميٿيئس ديوتا جي پيءُ جو نالو اياپيٽز ۽ ماءُ جو نالو ٿيمي هو. ڪن روايتن ۾ اوشيانس جي ڌيءَ ڪلائي منيءَ کي سندس ماءُ ڄاڻايو ويو آهي. سندس ٽي ڀائر ائٽلس، مينوٽيس ۽ ايپيميٿس هئا. پروميٿيئس کي اٿينا ديويءَ ستارن ۽ جوتش جو علم ڏنو. ان ڪان سواءِ ڪيس رياضي، جهازراني، طب ۽ ڌاتن ٺاهڻ جي ڄاڻ سان نوازيو.

پروميٿيئس جيڪي به انسان جا بوتا ٺاهيا، تن جا مهانڊا ديوتائن جهڙا هئا. هو بوتا ٺاهي زيوس ديوتا کي ڏيکاريندو هو، پر "فائنون" نالي هڪ سهڻي ڇوڪر جو بوتو هن زيوس کي نه ڏيکاريو. جنهن تي زيوس ديوتا مٿس ڪاوڙيو.

پروميٿيئس انسانن لاءِ باهه جو رواج وڌو ته جيئن اُهي رڌ پچاءُ ڪري سگهن. لوهه پگهاري، ان مان هٿيار پنهوار ٺاهي سگهن ۽ ٻيا ڪم وٺن. ان ڪري هن هيفائسٽس جي ڌنوڻيءَ مان باهه چورائي ماڻهن جي حوالي ڪئي. جيڪا ڳالهه زيوس ديوتا کي پسند نه آئي، ڇاڪاڻ ته زيوس ديوتا جو خيال هو ته باهه فقط ديوتائن لاءِ مخصوص آهي، جيڪا ڪيس سائڪلوپس جي ديوتائن وٽان سوکڙيءَ طور ملي هئي. ان ڪري هن پروميٿيئس سان گڏ سڀني انسانن کي به سخت سزا ڏيڻ جي رٿا ٺاهي. هن سڀ کان اول، هيفائسٽس ديوتا کي هڪ "عورت" جو مجسمو ٺاهڻ جو حڪم ڏنو. هيفائسٽس ته شاهه ڪاريگر هو هن آلي مٽيءَ مان هڪ سهڻي ۾ سهڻي عورت جو مجسمو ٺاهيو جنهن ۾ اٿينا ديويءَ ساهه ڦوڪي زندگي وڌي. پوءِ سڀني ديوتائن ۽ ديوين کي سڏي اها ڪائنات جي پهرين عورت ڏيکاري وئي. زيوس ديوتا جي خواهش مطابق اٿينا ديويءَ دنيا جي ان پهرين عورت کي سٽ مان سڳا ٺاهي، سئا ۽ اوڇا وڳا ويس اُٽڻ ۽ سئيءَ سان سبڻ جو هنر ڏنو حسن، عشق ۽ جنسي ڪشش جي ديويءَ افروڊائيٽ اُن عورت کي سونو هار ۽ ٻانهن ۾ سونا ڪڙا وجهي اهڙو ته سينگاريو جو ڏسڻ سان هر مرد جي دل مٿس هرکي ٿي پئي. هرمز ديوتا ان عورت کي مٺو ڳالهائڻ ۽ زنانا ناز نخرا، ڊوهه ۽ چالاڪي سيکاري، دنيا جي ان پهرين عورت جو نالو 'پنڊورا' رکيو ويو جنهن جي معنيٰ آهي "سوکڙين سان نوازيل".

ان کان پوءِ زيوس ديوتا جي حڪم تي هرمز ديوتا پنڊورا کي کڻي اچي ڌرتيءَ تي پروميٿيئس جي گهر پُڄايو. پنڊورا سان گڏ هڪ پيتي يا مٽ به لاٿو ويو جيڪو ڪيس ڏاج ۾ ڏنو ويو هو جنهن ۾ سڄي دنيا جون بڇڙايون، خرابيون، بيماريون، مصيبتون، عذاب ۽ ٻيا ڏُک سُور بند ٿيل هئا. پروميٿيئس ديوتا جي غير حاضريءَ سبب سندس ٻي سمجهه ڀاءُ ايپيميٿئس، زيوس طرفان سوکڙي طور موڪليل اها عورت قبول ڪري، ساڻس شادي ڪئي. جيتوڻيڪ، پروميٿيئس پنهنجي ڀاءُ کي اڳ ۾ ئي سمجهائي ڇڏيو هو ته زيوس ديوتا کان پاسو ڪري ۽ ان طرفان موڪليل ڪا به سوکڙي قبول نه ڪري، پر هو تحفي ۾ مليل حسين عورت کي موٽائي نه سگهيو. پنڊورا کي پاڻ به اها خبر نه هئي ته ڪيس ڏاج ۾ مليل پيتيءَ ۾ ڇا بند آهي. ان ڪري جيئن ئي هن پيتي کولي ته سموريون بيماريون، بڇڙائيون ۽ خرابيون اُڏامي سڄي دنيا ۾ ڪاهي پيون ۽ انسان ذات کي وڪوڙي ويون. اهڙيءَ طرح، زيوس ديوتا، باهه حاصل ڪرڻ جي ڏوهه ۾ انسانن کي اڻ کُٽ ۽ اذيتناڪ سزا ڏني.

ٻئي طرف انسانن تائين باهه پهچائڻ جي ڏوهه هيٺ زيوس ديوتا پروميٿيئس کي لوهي سنگهرن ۾ ٻڌائي، ڪوهه قاف (جبل) جي چوٽيءَ تي ٽنگائي ڇڏيو، جتي زيوس ديوتا طرفان موڪليل هڪ ڳجهه روزانو پروميٿيئس کي جيئرو پٽي کائيندي هئي. جيئن ته پروميٿيئس ٽائٽن خاندان مان هئڻ ڪري "لافاني" هو، ان ڪري هن جو کاڌل گوشت ٻئي ڏينهن تي اوتري جو اوترو ٿي ويندو هو. نيٺ هرڪيوليس (هيراڪليز) ان ڳجهه کي تير هڻي ماري، پروميٿيئس کي ڪوهه قاف جي قيد مان آزاد ڪرايو.

هڪ ٻي روايت مطابق زيوس ديوتا، پروميٿيئس کي ان شرط تي آزاد ڪرڻ لاءِ تيار ٿيو ته هو ڪيس سندس هڪ محبوبه "ٿيٽس جل پريءَ" مان پيدا ٿيندڙ ٻار جي قوت بابت احوال ڏي. ابتدا ۾ پروميٿيئس زيوس ديوتا جي ڪا به ڳالهه نه ٻڌي ۽ ڪوهه قاف تي ٽنگيو رهيو. ان تان ڪاوڙجي زيوس ڪيس پنهنجي وڄ ۽ گوڙ پيدا ڪندڙ لٺ وهائي ڪڍي، جنهن سبب پروميٿيئس ان جبل جي ٻُنيءَ سميت وڃي پاتال ۾ ڪريو. نيٺ گهڻي وقت کان پوءِ هن زيوس جو شرط قبول ڪيو ۽ ڪيس ٻڌايو ته ٿيٽس جل پريءَ مان پيدا ٿيندڙ ٻار ڪائنس به وڌيڪ سگهارو ٿيندو. اهڙيءَ طرح زيوس ديوتا جو اقتدار خطري ۾ پئجي ويندو. زيوس اهو ٻڌي ٿيٽس جل پريءَ جي هميشه لاءِ پچر ڇڏي ڏني ۽ وعدي مطابق پروميٿيئس کي آزاد ڪري ڇڏيو.

پنڊورا جي پيتيءَ مان نڪتل برايون ۽ بڇڙايون سڄيءَ دنيا ۾ ڪاهي پيون، ان ڪري زيوس ديوتا به فڪر ۾ پئجي ويو. جڏهن هو پاڻ ڌرتي ڏسڻ آيو ته اتي آرڪاڊيا جي بادشاهه ڪيس مهمانيءَ ۾ پنهنجو غلام ڪهي، ان جو گوشت کارايو ان تي زيوس کي يقين ٿيو ته دنيا ۾ بڇڙاين جي انتها ٿي وئي آهي، ان ڪري زيوس ديوتا انسان ذات کي ختم ڪرڻ لاءِ هن دنيا ۾ هڪ وڏي ۾ وڏي ٻوڏ (پرلئه) آندي.

ان ٻوڏ کان اڳ پروميٿيئس جي چوڻ تي پٽس ڊيو ڪالين هڪ ٻيڙي ٺاهي اڳواٽ ان ۾ کاڌي پيتي جا انبار لڳائي ڇڏيا. پوءِ هڪ وڏو طوفان آيو ۽ وڏا مينهن وٺا، جنهنڪري سمنڊ پلٽي پيا ۽ هيءَ دنيا هڪ وڏي ٻوڏ هيٺ اچي وئي، جنهن ۾ سمورا انسان ختم ٿي ويا. پر ڊيوڪالين ۽ پائراهه ٻئي زال مڙس بچي ويا ۽ 9 ڏينهن 9 راتيون پاڻيءَ ۾ رهڻ کان پوءِ سندن ٻيڙي وڃي بارناسس جبل تي پهتي. اهو به چيو وڃي ٿو ته پروميٿيئس يا ان جي ماءُ ٿيمس جي نصيحت تي ٻنهي (زال ۽ مڙس) پٿر اڇلايا، جن مان زالن ۽

مردن جو نئون انساني نسل پيدا ٿيو. اٽيڪا جي ملڪ ۾ ڪاريگرن جي ديوتا جي حيثيت ۾ پروميٿيئس جي پوڄا ڪئي ويندي هئي.

هي يوناني ڏند ڪٿا (Mythology) آهي، جنهن بابت دنيا ۾ ڪيترو ئي ادب سرجيو ويو آهي. سنڌيءَ ۾ بہ مُنير ماڇڪ هن موضوع تي ’پاتال ۾ بغاوت‘ ناوليٽ لکيو آهي.

**پروهِتُ**: خانداني برهمڻ. ڪنهن ڪٽنب جو مقرر ڪيل هائو. جيڪو انهيءَ ڪٽنب جا سيئي ڏڻ وار ڪرم ۽ سات سگڻ پورا ڪرائيندو آهي. پروهت، گهڻي ڀاڱي هندو ڌرم وارن جا ڪريا ڪرم ڪندو آهي. موهن جي دڙي مان مليل هڪ مجسمي کي ”ڪنگ پريسٽ“ يا ”مها پروهت“ پڻ سڏيو ويندو آهي، جنهن جي ڪلهن تي ٽِڪلي اجرڪ پاتل آهي.

**پرويز**: ايران ۾ رهندڙن جو مردانو نالو. جيڪو هن وقت سنڌ ۾ بہ رائج آهي. شاه ايران خسرو ثانيءَ جو لقب بہ ’پرويز‘ هو. جيڪو نوشيروان جي پٽ هرمز ۽ ملڪ شيرين جو مڙس هو.

**پرويز احمد ڪوڪر**: پرويز احمد ولد محمد شريف ڪوڪر 17 جولاءِ 1962ع تي جيڪب آباد ۾ ڄائو. جيڪب آباد مان ابتدائي ۽ ثانوي تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ 1988ع ۾ ايڪنامڪس ۾ ايم. اي ۽ 1998ع ۾ بي. ايڊ ڪيائين. 1984ع ۾ انٽر ڊرائنگ جو امتحان پاس ڪري استاد مقرر ٿيو. آزاد خان لاشاري سنڌس استاد هو. 1993ع ۾ پيٽنگ جو دڪان کوليائين. هو پنهنجي استاد ’آزاد‘ جي عقيدت ۾ پاڻ کي ”اي. پرويز“ لکندو رهندو آهي. پرويز ڪوڪر، پينسل ورڪ، آئل ورڪ، پوائنٽ ورڪ ۽ واٽر ورڪ پيٽنگ جو ماهر آهي، شاعر بہ آهي، شاعريءَ ۾ سنڌس استاد محمد قاسم ”مخمور“ مگريو هو. سنڌ جي نامياري شاعر عبدالڪريم ’گدائيءَ‘ جي بهترين تصوير ٺاهڻ تي ڪيس نقد انعام ۽ اوارڊ مليل آهي. هو ڳائڻ وڄائڻ سان بہ شوق رکي ٿو. موسيقيءَ ۾ خالد حسين سومرو سنڌس استاد آهي.

**پرويز سجاد حيدر**: سرائيڪي شاعر پرويز سجاد حيدر ولد غلام حيدر خان چغتائي، 28 آگسٽ 1961ع تي ٽاٽي دارا همہ ديري غازي خان ۾ ڄائو سنڌس تعليم ايم. اي، ايم. فل (اردو)، ايم. اي (پنجابي)، ايم. اي (سرائيڪي)، ايل. ايل. بي، ڊي. بي، ايم، ڊي. بي. آءِ آهي. هي تعليم کاتي ۾ ايسوسيئيٽ پروفيسر آهي. ڪيس ”مسعود کدرپوش اوارڊ“، ”سانول سنگت اوارڊ“، ”فريد اوارڊ“ ۽ ”صدارتي اوارڊ“ مليل آهن. سنڌس ادبي حيثيت افسانہ نگار، ناول نگار ۽ مترجم جي آهي. هن جي ادبي، تحقيقي ۽ تنقيدي ڪتابن ۾ : (1) ”سوجهلا اندهاري رات دا“ (1980ع)، (2) ”سرائيڪي ادبي تاريخ“ (1984ع)، (3) ”سرائيڪي ادب دي تيرهن سال“ (1984ع)، (4) ”عشق دي وٽج انوکڙي“ (1985ع)، (5) ”سوچان دي ديوي“ (1985ع)، (6) ”نواب محمد خان لغاري“ (1985ع)، (7) ”ويندئين وگري“ (1986ع)، (8) ”سرائيڪي ادب دي مختصر تاريخ“ (1986ع)، (9) ”مدني منا منار“ (1987ع)، (10) ”ميڏي افساني“ (1988ع)، (11) ”ضلع مظفر ڳڙهہ تاريخ، ثقافت تي ادب“ (1989ع)، (12) سرائيڪي معلم (1992ع)، (13) ”هڪ افسانان ست زبانان“ (1992ع)، (14) ”سندھ دي وادي“ (1993ع) ۽ (15) ”ڊائريڪٽري سرائيڪي مصنفين“ (1993ع) ڇپيل آهن. پاڻ هن وقت نيو ملتان ۾ رهي ٿو.

**پرويز، علي محمد**: سنڌي زبان جي نامياري ليکڪ، ڪهاڻيڪار ۽ مترجم ’پرويز‘ علي محمد جو پورو نالو علي محمد ميمڻ ولد محمد سليمان ميمڻ آهي. هو 2 سيپٽمبر 1945ع تي ڳوٺ لاڪا، تعلقي ميرپور بٺوري، ضلعي ٺٽي ۾ ڄائو نور محمد هاءِ اسڪول حيدرآباد مان مئٽرڪ ڪيائين. 1968ع ۾ زرعي يونيورسٽي ٽنڊي ڄام مان زراعت ۾ بي. ايس. سي (آنرس) جي ڊگري ورتائين. ساڳئي سال گورنمينٽ هاءِ اسڪول دڙي ۾ سائنس ٽيچر ۽ سال بعد ايگريڪلچر انسٽيٽيوٽ (ARI) ۾ ريسرچ اسسٽنٽ مقرر ٿيو. 1971ع کان پنهنجو ڪاروبار شروع ڪيائين. 1992ع ۾ عبدالغفور السٽيءَ جي غير سرڪاري تنظيم ’الست‘ ۾ ڊسٽرڪٽ مانيٽرنگ آفيسر طور ڪم ڪيائين. سياسي سفر ۾ عوامي تحريڪ ۾ شامل رهيو ۽ 1973ع، 1977ع ۽ 1983ع ۾ جيل ويو.



علي محمد پرويز 1964ع کان ادب جي ميدان ۾ داخل ٿيو. پرويز سنڌي زبان جو پختو ۽ سنو ڪهاڻيڪار آهي. سنڌس ڇپيل ڪتابن ۾ (1) ”سٽي تنهنجو سڏ“ (ڪهاڻيون: 1978ع)، (2) ”اسپار ٽيڪس“، (هاورڊ فاسٽ جي ناول جو ترجمو: 1998ع)، (3) ”رت جا ڦڙا“ (ڪهاڻيون: 1991ع)، (4) ”ٽئون ڳوٺ، پراڻو ڳوٺ“ (چيني طويل ڪهاڻيءَ جو ترجمو)، (5) ”فلسطين - جدوجهد آزادي“ (شاعري، ڪهاڻيون، مضمون، ترجمو)، (6) ”ڏونگر منجهہ ڏيئو“ (آمريڪي ناول، ترجمو)، (7) ”پنڌ اڻانگا پب جا“ (انٽرويو، ترجمو: 1986ع)، (8) ”پيءُ جا ڌيءَ ڏي خط“ (خط، ترجمو 2001ع)، (9) ”وڃايل مُرڪ“ (ڪهاڻيون 2006ع)، (10) ”لڙڪن جا نير“ (ناول 2006ع) ۽ ”پيهي جان پاڻ ۾“ (آتم ڪٿا: 2010ع) شامل آهن. هن وقت ميرپور بٺوري ۾ رهي ٿو.

**پرويز غلام احمد**: جولاءِ 1903ع تي پٽيالا ضلعي گورداسپور جي هڪ مذهبي گهراڻي ۾ پيدا ٿيو هن بي. اي تائين تعليم حاصل ڪئي ۽ دهليءَ ۾ حڪومت هند ۾ انڊر سيڪريٽريءَ جي عهدي تي فائز رهيو. هن تحريڪ پاڪستان لاءِ وڏي جدوجهد ڪئي. قائداعظم محمد علي جناح جو ويجهو ساٿي رهيو 1938ع ۾ ماهوار ”طلوع اسلام“ جاري ڪيائين، جيڪو اڄ تائين جاري آهي. هي مذهبي طرح هڪ مخصوص فڪر جو مالڪ هو. فڪر ۽ بحث ۾ هميشہ عقلي دليلن جو سهارو وٺندو هو هن جون ڪيترين ئي تصنيفون آهن، جن مان ”لغات القرآن“، ”مطالب القرآن“، ”ابليس و آدم“، ”معراج انسانيت“، ”مقام حديث“، ”اقبال اور قرآن“ مشهور آهن. 4 فيبروري 1985ع تي لاهور ۾ وفات ڪيائين.

**پرويز مشرف**: پاڪستان جو اڳوڻو صدر ۽ رٽائرڊ جنرل پرويز مشرف، 11 آگسٽ 1943ع تي دهليءَ ۾ پيدا ٿيو سنڌس والد مشرف الدين پرڏيهي وزارت ۾ سيڪشن آفيسر هو جنهن ڪيترائي سال انقره ۽ ترڪيءَ ۾ پاڪستاني سفارتخاني ۾ ڪم ڪيو جنهن وقت مشرف الدين جڪارتا ۾ مقرر هو تڏهن ان وقت جي وزيراعظم ذوالفقار علي ڀٽي ڪيس بدعنوانيءَ جي الزام ۾ معطل ڪيو هو والد



پرويز مشرف

جي نوڪريءَ سبب پرويز مشرف پنهنجو ننڍپڻ گهڻو ڪري ترڪيءَ ۾ گذاريو. ان ڪري ڪيس ترڪي ٻولي بہ ڳالهائڻ اچي ٿي ۽ اقتدار ۾ اچڻ بعد هڪ انٽرويوءَ ۾ هن چيو هو تہ مصطفيٰ ڪمال اتاترڪ سندس آئيڊيل آهي. پرويز مشرف جي والده زهره مشرف انگريزي مضمون ۾ گريجوئيٽ آهي ۽ هن هڪ عالمي تنظيم "انٽرنيشنل ليبر آرگنائيزيشن" لاءِ ڪم ڪيو ۽ 1968ع ڌاري رٽائر ڪيائين. پرويز مشرف شروعاتي تعليم سينٽ پيٽرڪس هاءِ اسڪول، ڪراچيءَ مان حاصل ڪئي ۽ 1958ع ڌاري لاهور جي 'فارمين ڪرسچن ڪاليج' مان گرئجوئيشن ڪئي، بعد ۾ پاڪستاني فوج ۾ ڪميشن حاصل ڪري ملٽري اڪيڊمي، ڪاڪول ۾ شامل ٿيو. جڏهن تہ اسٽاف ڪاليج ڪوئٽا ۽ نيشنل ڊفينس ڪاليج راولپنڊيءَ ۾ بہ تربيت حاصل ڪيائين. هڪ انٽرويو ۾ پرويز مشرف چيو آهي تہ، هُن 1965ع ۽ 1971ع وارين پاڪ- ڀارت جنگين ۾ بہ حصو ورتو ۽ ڪجهہ اعزاز بہ حاصل ڪيا.

پرويز مشرف جي سياسي قسمت تڏهن نروار ٿي، جڏهن 12 آڪٽوبر 1999ع تي اڳوڻي وزيراعظم نواز شريف ڪيس آرمي چيف جي عهدي تان هٽائي، سندس بجاءِ تي آءِ. ايس. آءِ جي سربراهہ خواجہ ضياءُ الدين کي نئون



آرمي چيف مقرر ڪرڻ ٿي چاهيو ان وقت پرويز مشرف سريلنڪا جي دوري تي ويل هو ۽ هڪ ڪمرشل جهاز ۾ واپس پاڪستان پئي موٽيو نواز شريف جي ان فيصلي کي فوج جي ڪيترن اعليٰ عملدارن مڃڻ کان انڪار ڪيو پرويز مشرف جو جهاز ڪراچيءَ پهچڻ وارو هو چيو وڃي ٿو تہ جهاز فضا ۾ ٿي هڪ ڪلاڪ پرواز ڪندو رهيو ۽ پوءِ ڪراچي اڏي جي اجازت نہ ملڻ تي نوابشاهہ اڏي تي لاٿو ويو اهو شام جو وقت هو ۽ پاڪستان ۾ سرڪاري ٽوڙي نجي ٽي. وي چينلن جي نشريات معطل ڪئي وئي، سمورين سرڪاري عمارتن جو فوج ڪنٽرول سنڀاليو ۽ پرويز مشرف پهچڻ بعد رات جو سرڪاري ٽي. وي تي اچي قوم سان مخاطب ٿيو ۽ ملڪ ۾ ايمرجنسي نافذ ڪري ٽن سالن ۾ اليڪشن ڪرائڻ جو واعدو ڪيائين. ان عمل سان پاڪستان جي آئين جي ڀڃڪڙي ٿي. تڏهوڪي وزيراعظم نوازشريف کي گرفتار ڪري جيل ۾ وڌو ويو مٿس الزام لڳايو ويو تہ هن پرويز مشرف سميت جهاز ۾ ڪيترن مسافرن کي يرغمال بڻارايو هو ۽ جهاز کي ڪراچيءَ هوائي اڏي تي لهڻ جي اجازت نہ ڏني هئي، جنهنڪري جهاز ڪجهہ ڪلاڪ فضا ۾ ٿي رهيو اهو ڪيس اڄ بہ "طياره سازش ڪيس" جي نالي سان مشهور آهي. ان بعد پرويز مشرف ملڪ جو 'چيف ايگزيڪيوٽو' بڻيو ۽ ڪجهہ عرصي بعد سعودي حڪومت جي ٽياڪڙيءَ سان سنگين الزامن هيٺ گرفتار ڪيل ميان نواز شريف کي هڪ معاهدي هيٺ آزاد ڪري خاندان سميت ملڪ کان ٻاهر موڪليو ويو جيڪو ڏهن سالن تائين سعودي عرب ۾ رهيو

11 سيپٽمبر 2001ع تي جڏهن آمريڪا ۾ ورلڊ ٽريڊ سينٽر تي حملا ٿيا ۽ هزارين ماڻهو اجل جو شڪار ٿيا، تڏهن اهو سمورو الزام سڌو سنئون افغانستان جي طالبانن تي لڳايو ويو جنهن بعد آمريڪا سخت ڪاوڙ ۽ ڏهاءُ هيٺ ڪجهہ قدم کنيا. حملي جي ٻن ڏينهن بعد آمريڪا طرفان پنهنجي سفير 'وِنڊي چيمبرلين' معرفت پاڪستاني چيف ايگزيڪيوٽو پرويز مشرف آڏو ست مطالبا رکيا ويا، جن ۾ اهم مطالبو طالبان خلاف جنگ ۾ آمريڪا جي حمايت ۽ ساٿ ڏيڻ هو. پرويز مشرف مطالبا مڃيندي ٽن ڏهاڪن تي مشتمل افغان پاليسي هڪ ئي رات ۾ تبديل ڪري ورتي. آمريڪا جا وڏا بحري ۽ جنگي جهاز پاڪستان پهچي ويا، جيڪب آباد ايئربيس سمورو آمريڪي فوج جي حوالي ڪيو ويو. ان عمل خلاف مقامي سياسي ۽ مذهبي ڌرين مظاهرا ۽ احتجاج ڪيا. آخرڪار افغانستان تي آمريڪي حملو شروع ٿيو. بمباريءَ ۾ طالبان سان گڏ ڪيترا معصوم ۽ بيگناهہ مرد، عورتون ۽ ٻار بہ مارجي ويا. افغان جنگ دوران پاڪستان ۾ موجود طالبان حمايتين خلاف بہ ڪريڪ ڊائون ڪيو ويو. ڪيترن مدرسن کي انتهاپسنديءَ جي الزام هيٺ بند ڪيو ويو ۽ مدرسن جي رجسٽريشن ۽ نصاب جي تبديليءَ جو عمل شروع ڪيو ويو. ڪيترين مذهبي تنظيمن تي پابندي مڙهي وئي ۽ لڳ ڀڳ 369 شهري، جن ۾ ڪجهہ عورتون بہ شامل هيون، آمريڪا جي حوالي ڪيا ويا. گرفتار ڪيل ماڻهن مان اڪثريت انهن جي هئي، جيڪي افغانستان ۾ تعليمي ۽ فلاحي ڪمن لاءِ ويا هئا، جن کي گرفتاريءَ بعد آمريڪا جي گوانٽانامو بيٽ تي ناهيل جيل ۾ واڙي بدترين تشدد ڪيو ويو اڳتي هلي انهن مان ڪجهہ بي ڏوهي ثابت ٿيا ۽ آزاد ڪيا ويا، پر سوين ماڻهو انهيءَ عتاب ۾ قيد رهيا، جڏهن تہ آمريڪا جي نئين چونڊيل صدر بارڪ اوباما اهو قيدخانو بند ڪرڻ جو واعدو ڪيو آهي.

پرويز مشرف عدالتي حڪم تي 2002ع ۾ اليڪشن ڪرائي، پر ان کان اڳ هڪ ريفرنڊم ذريعي پاڻ کي پنجن سالن لاءِ صدر چونڊرايو ان ريفرنڊم ۾ 98 سيڪڙو عوام جي حمايت ظاهر ڪئي وئي، جنهن تي اڪثر سياسي پارٽين ۽ عوامي حلقن ان ريفرنڊم کي غير شفاف قرار ڏنو ۽ ان خلاف احتجاج بہ ڪيو. آڪٽوبر 2002ع وارين عام چونڊن ۾ مسلم ليگ (ق) اڪثريت سان چونڊجي آئي، جنهن جا ٻہ سبب هئا. هڪ تہ پاڪستان جي ٻن وڏين پارٽين 'پيپلز پارٽي' ۽ نواز ليگ جي قيادت جلاوطن هئي ۽ ٻيو پرويز مشرف ۽ ق ليگ هڪ ٻئي جا حمايتي رهيا. اليڪشن دوران ڪروڙين رپيا خرچ ڪيا ويا، ٻين وڏين پارٽين مان ميمبر ٽوڙي ق ليگ ۾ آندا ويا. (وڌيڪ ڏسو: پاڪستان مسلم ليگ، ق).

پرويز مشرف قوم سان واعدو ڪيو تہ هو ڊسمبر 2004ع تائين فوجي عهدو ڇڏي وردي لاهيندو. پر ان وعدي تان اڳتي هلي ڦري ويو. بعد ۾ هن پنهنجي حمايتين ذريعي قومي اسيمبليءَ مان 'سترهين ترميم' منظور ڪرائي، جنهن سان ڪيس با وردي صدر رهڻ جو قانوني جواز مليو ان عمل کي آئين جي خلاف سمجهيو ويو

پرويز مشرف پنهنجي اقتدار دوران پنهنجين ئي پاليسين تي هليو هن مڪاني حڪومتن جو نظام ٻيهر متعارف ڪرايو جيڪو ڪامياب ويو پر ڪجهہ فيصلن سبب ڪيس شديد تنقيد ۽ مخالفت ڏسڻي پئي، 2004ع ۾ نامور سائنسدان ڊاڪٽر عبدالقدير خان تي الزام هنيا ويا تہ هن ائٽمي اوزار ٻين اسلامي ملڪن کي وڪرو ڪيا آهن. ڪانئس اعتراف بہ ڪرايو ويو ۽ ڊاڪٽر قدير کي ڪيترا سال نظربند رکيو ويو 2006ع ۾ ڊاڪٽر عبدالقدير کي ڪينسر جو مرض ظاهر ٿيو نظربنديءَ دوران ڪيس علاج ۽ آپريشن جي اجازت ڏني وئي. ٻئي طرف پنهنجا حق گهرندڙ بلوچستان جي قومپرست

ماڻهن تي فوجي آپريشن ڪيو ويو. 2006ع ۾ بلوچستان جي اڳوڻي وزيراعليٰ ۽ نامور اڳواڻ نواب اڪبر بگٽيءَ کي سندس حمايتين سميت شهيد ڪيو ويو. ان فوجي آپريشن ۾ ڪيترا بيگناهه بلوچ مارجي ويا ۽ صوبي سميت سڄي ملڪ ۾ احتجاج جي باهه ڀڙڪي اٿي. ان آپريشن دوران بلوچستان مان ڪيترن نوجوانن ۽ ٻين کي ڳجهن ادارن هٿان گم ڪيو ويو. 2007ع ۾ لال مسجد ۽ جامعه حفظ وارو واقعو پيش آيو، جنهن جو پسمنظر هي هو ته مولانا عبدالرشيد غازي ۽ سندس ڀاءُ مولانا عبدالعزيز جيڪي اسلام آباد ۾ واقع جامعه حفظ ۽ لال مسجد جا مهتمم هئا، تن پنهنجي مسلڪ موجب شرعي نظام لاڳو ڪرڻ جو مطالبو ڪيو ۽ ڪيترن ئي شاگردن ۽ شاگردياڻين جي مدد سان ان مطالبي لاءِ مظاهرا ڪيا ويا. گاديءَ واري هنڌ ۾ موجود پرڏيهي عورتن ۽ ڪاروبار ڪندڙ ماڻهن کي اغوا ۽ تشدد جو نشانو بڻايو ويو. ان لاءِ برقعا پوش، ڏنڊا بردار شاگردياڻين کي استعمال ڪيو ويو. سندن هٿياربند نوجوانن طرفان ڳجهن ادارن جي اهلڪارن کي اغوا ڪري مطالبن جي مڃتا لاءِ حڪومت تي دٻاءُ وڌو ويو. اهو عمل حڪومت لاءِ چئلينج هو. چوته مدرسي ۾ هٿيارن جي موجودگي ۽ ملندڙ ڌمڪين سبب سموري ملڪ ۾ بيچيني پکڙيل هئي. شروع ۾ حڪومت ۽ ڪن عالمن معرفت ڪجهه مذاڪرا به ڪيا ويا، پر ڪو به ڪڙ تيل نه نڪتو. پوءِ آرمي آپريشن جو حڪم ڏنو ويو. جڏهن ته ميڊيا ۽ عوامي حلقن طرفان اهو به ٻڌايو ويو ته مدرسي ۾ هٿياربندن کان سواءِ معصوم ٻار ۽ ڪيترائي بي گناهه به اندر موجود هئا. ٽن ڏينهن تائين لال مسجد فوج جي گهيري ۾ رهي، جهڙپن ۾ ڪجهه فوجي آفيسر ۽ سپاهي به مارجي ويا، پر پوءِ جديد هٿيارن سان لال مسجد تي فائرنگ ڪئي وئي، جنهن ۾ حڪومتي انگ موجب سوا سؤ کن انتهاپسند مارجي ويا، جڏهن ته ان آپريشن سان مسجد کي به شديد نقصان پهتو ۽ چيو وڃي ٿو ته ڪيترا معصوم شاگرد به مارجي ويا. مولانا عبدالرشيد غازي به مارجي ويو. جڏهن ته مولانا عبدالعزيز برقعو پائي فرار ٿيڻ دوران گرفتار ٿيو.

پرويز مشرف پنهنجي حڪومت ۾ سپريم ڪورٽ جي چيف جسٽس کي هڪ ريفرنس ذريعي عهدي تان برطرف ڪيو. جنهن تي ڪيترائي مهينا وڪيلن ۽ ججن جي تحريڪ هلي، ڪيترن شهرن ۾ وڳوڙ به ٿيا. ان وچ ۾ جنرل پرويز مشرف طرفان ملڪ ۾ ايمرجنسي به لاڳو ڪئي وئي ۽ نجي ٽي. وي چينل به بند ڪيا ويا. عالمي ميڊيا جي تنقيد ۽ عوامي دٻاءَ سبب ڪجهه عرصي بعد ايمرجنسي ختم ڪئي وئي. جڏهن چونڊن جو اعلان ڪيو ويو ته محترمه بينظير ڀٽو ۽ ميان نوازشريف ڏيهه واپس آيا.

محترمه بينظير ڀٽو کي اليڪشن مهم دوران 27 ڊسمبر 2007ع تي راولپنڊيءَ جي لياقت باغ ۾ هڪ وڏي جلسي ۾ خطاب ڪرڻ بعد شهيد ڪيو ويو. ان کان اڳ سندس آجيان واري قافلي تي 8 آڪٽوبر 2007ع تي ڪراچيءَ ۾ بم ڌماڪا ٿيا، جنهن ۾ 150 ماڻهو شهيد ٿيا. محترمه جي شهادت ملڪ جو سڀ کان وڏو ۽ ڇرڪائيندڙ واقعو هو. اهو سمورو هفتو ملڪ ۾ احتجاج جي سخت باهه ڀڙڪي اٿي، عوامي رد عمل ۾ سرڪاري ۽ عوامي ملڪيتن کي بي حد نقصان رسيو. بعد ۾ 2008ع جي اليڪشن ٿي ۽ پيپلز پارٽي وڏي اڪثريت سان چونڊجي آئي، حڪومتي اتحاد ۾ نوازليگ ۽ اي. اين. پي سميت ايم. ڪيو. ايم به شامل رهي، جنهن بعد پرويز مشرف خلاف اتحاد پيدا ٿيو ۽ مجبور ٿي پرويز مشرف کي آگسٽ 2008ع ۾ استعيفيٰ ڏيڻي پئي. اڄڪلهه هو پرڏيهه ۾ ترسيل آهي. جڏهن ته بينظير قتل ڪيس ۾ کيس ان سازش ۾ شامل سمجهي، مٿس ڪيس داخل ڪيو ويو آهي، جنهن بعد سندس گرفتاريءَ جا وارنٽ پڻ ڪڍيا ويا آهن. ان کان سواءِ بلوچستان جي هاءِ ڪورٽ جي حڪم تي نواب اڪبر بگٽيءَ جي قتل سان گڏ ڪجهه ٻيا ڪيس به مٿس داخل ڪيا ويا آهن. هن وقت ليگي ساٿين جي مدد سان "آل پاڪستان مسلم ليگ" نالي پارٽي جوڙي سياست ۾ ٻيهر اچڻ جو اعلان ڪيو اٿس.

**پرويش شاهين:** ناميارو اديب ۽ اسڪالر محمد پرويش ولد محمد خان يوسف زئي، 2 آڪٽوبر 1944ع ۾ منگلور (سوات) ۾ ڄائو. ميٽرڪ هاءِ اسڪول مينگوره سوات ۾ 1990ع ڌاري ڪيائين. ايم. اي (تاريخ) 1967ع، ايم. اي (پشتو: 1969ع) ايم. اي (اردو) 1970ع ۾ ڪيائين. هو پشتو فارسي، اردو، ڪوهستاني، گاوري، لڏوالي، سنڌي ۽ سرائيڪي ٻولين جي ڄاڻ رکي ٿو. 1970ع ۾ هائر سيڪنڊري اسڪول سوات جو پرنسپال مقرر ٿيو. گنڌارا تهذيب ۽ ٻڌ ڌرم جهڙن موضوعن تي ڪم ڪيو اٿس. پاڪستان جي سمورين يونيورسٽين ۾ ايم. اي، ايم. فل ۽ پي. ايڇ. ڊي جي شاگردن جي تحقيق ۾ رهنمائي ڪندو رهيو آهي ۽ تاريخ جي سٺي ڄاڻ رکي ٿو ڪيترن ئي انگريز اسڪالرن سان گڏجي ڪم ڪيو اٿائين. هن ستين ڪلاس کان لکڻ شروع ڪيو. هن جا مضمون ۽ مقالا مختلف رسالن ۽ ڪتابن ۾ ڇپيا آهن.

**پروين شاڪر:** اردو زبان جي نامور شاعره پروين جي پيءُ جو نالو سيد شاڪر حسين آهي. هن 24 نومبر 1950ع تي لاهور ۾ جنم ورتو. رضويه گرلز ڪاليج ڪراچيءَ مان بي. اي ڪيائين. 1972ع ۾ ڪراچيءَ يونيورسٽيءَ مان



انگريزي ادب ۾ ايم. اي ۽ پوءِ 1980ع ۾ انگريزي لسانيات ۾ ايم. اي ڪيائين. هارورڊ يونيورسٽي آمريڪا مان ايم. پي. اي جو ڪورس مڪمل ڪيائين. ان کان سواءِ هن ٻيا به ڪيترا ڪورس پاس ڪيا. جن جو تفصيل هن ريت آهي: سي. ايس. ايس ڪرڻ کان پوءِ 1983ع ۾ سول سروس اڪيڊمي لاهور مان ڪورس ڪيائين، ساڳئي سال ۾ نئشنل انسٽيٽيوٽ آف ڪسٽم اينڊ ٽيڪسيشن ڪراچيءَ مان ڪورس ڪيائين. شروع ۾ عبدالله گرلز ڪاليج ڪراچيءَ ۾ ليڪچرار مقرر ٿي، ان کان پوءِ ترتيبوار اسلام آباد ۾ سيڪنڊ سيڪريٽري سي. بي. آر، راولپنڊيءَ ۾ اسسٽنٽ ڊائريڪٽر ائڊمنسٽريشن ۽ اسلام آباد ۾ ڊپٽي ڪليڪٽر ڪسٽم مقرر ٿي. آگسٽ 1992ع ۾ مئنيجمينٽ انفارميشن سسٽم جو ڪورس ڪيائين. سندس ڪتابن ۾: (1) 'خوشبو' (شاعري: 1977ع)، (2) 'صدبرگ' (شاعري: 1980ع)، (3) 'خود ڪلامي' (شاعري: 1985ع) ۽ (4) 'انڪار' (شاعري: 1990ع) شامل آهن. سندس سموري شاعريءَ جي گڏيل مجموعي جو نالو 'ماهِ تمام' آهي. ٽي وي ۽ ريڊيو تي ڪالم نگار، اسڪرپٽ رائيٽر ميزبان ۽ ڪمپيئر رهي. فارسي، عربي ۽ فرانسيسي ٻولين جي ماهر طور کيس ڪيترائي اعزاز انعام ۽ اڪرام حاصل ٿيا. پنهنجي نئين اڍنگ، ادائگي جي انداز ۽ نئين سوچ سبب حاضر دؤر جي ممتاز شاعره هئي. سندس مطالعو تمام وسيع هو ۽ اوڀر ۽ اولهه جي ادب ۽ سماجي تاريخ جو گهرو

مطالعو ڪيو هئائين. پي. ايڇ. ڊيءَ لاءِ "اوير پاڪستان جي الميي جو تجزياتي جائزو" عنوان چونڊيو هئائين، پر زندگيءَ جي وفا نہ ڪرڻ سبب اهو مقالو اڌ ۾ رهجي ويو. 26 ڊسمبر 1994ع تي هڪ روڊ حادثي ۾ لاڏاڻو ڪري وئي.

**پروين موسيٰ ميمڻ:** پروين موسيٰ ميمڻ ضلعي ٿرپارڪر جي ڏيپلي شهر ۾ محمد موسيٰ ميمڻ جي گهر ۾ 1958ع ۾ جنم ورتو. سندس والد سنڌ ۾ مختلف هنڌن تي روينيو کاتي ۾ مختيارڪار ٿي رهيو. پيءُ جي بدلين سانگي سندس پرائمري ۽ سيڪنڊري تعليم ڏيپلي، مٺي، ماتلي، عمرڪوٽ، ٽنڊي، سانگهڙ ۽ ميرپورخاص ۾ ٿي. 1973ع ۾ مئٽرڪ فرسٽ ڪلاس ۾ 1975ع ۾ انٽرميڊيئيٽ فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ڪرڻ کان پوءِ پرائمري جي استاد



طور سرڪاري اسڪولن ۾ مقرر رهي. 1983ع ۾ ايم. اي انگريزي ادب ۾ ۽ پوءِ 1988ع ۾ ايم. اي سنڌيءَ ۾ فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ڪري گولڊ ميڊل حاصل ڪيائين. سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جو امتحان پاس ڪري 1991ع کان ليڪچرر طور ابن رشد گرلز ڪاليج ميرپورخاص ۽ نذرت گرلز ڪاليج حيدرآباد ۾ ڪم ڪيائين. هن وقت سردار بهادر (ايم بي اينڊ جي ايف) گرلز ڪاليج حيدرآباد ۾ اسسٽنٽ پروفيسر آهي. جڏهن تہ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ پي. ايڇ. ڊي اسڪالر طور رجسٽرڊ آهي. سندس تحقيق جو موضوع "سنڌي نثر جي ترقيءَ ۾ عورت ليکڪائن جو حصو: تحقيقي اڀياس" آهي. ادبي زندگيءَ ۾ سندس پهريون افسانو "چري" جي عنوان سان ۽ بيو "ماءُ جو دلاسو" (خليل جبران جي ڪهاڻيءَ جو ترجمو) شايع ٿيا ۽ چند مضمون بہ لکيائين تہ سندس لاڙو تحقيق جي ميدان ڏانهن مڙي ويو. 2004ع کان سندس ڪتاب ڇپجڻ شروع ٿيا آهن، جيڪي هن ريت آهن: (1) "سنڌي ادب جو ادبي جائزو ۽ لطيفيات" روشني پبليڪيشن (2004ع)، (2) "سنڌي نثر جي ڪن صنفن جو اڀياس" هائر ايجوڪيشن ڪميشن، اسلام آباد (2008ع)، (3) "اٿي رائو ريل" (2008ع)، (4) "آديسن ادب آهي اڪثرين ۾" (2009ع)، (5) "سون ورنيون سوڊيون" (2009ع) ۾، محمد موسيٰ ميمڻ قاسماڻي ادبي اڪيڊمي، طرفان شايع ڪيا ويا آهن. سندس ہن ڪتابن 'سنڌي نثر جي ڪن صنفن جو اڀياس" ۽ "وکر سو وهاءِ" کي HEC طرفان انعام سان نوازيو ويو آهي. 2010ع ۾ سندس ڪتاب "اٿي رائو ريل" کي سنڌي ادبي سنگت پاران تحقيق ۽ تنقيد جي موضوع تي اوارڊ شيلڊ ڏني وئي.

**پرهہ:** پرڀات جو وقت، صبح صادق، سج اڀرڻ کان اڳ وارو وقت، جنهن ۾ هلڪي روشني ماحول کي خوشگوار بنائيندي آهي، ان وقت کي پرهہ ڦٽي ۽ باک بہ چئبو آهي.

**پُرهہ:** ماڻهوءَ جي قد جيتري ماپ، سنوت ۾ ڊگهيريل ٻنهي ٻانهن جي ماپ (هڪ هٿ کان ٻئي هٿ تائين) جيڪا گهٽو ڪري ماڻهوءَ جي قد جيتري ٿئي ۽ عام طرح پنج فوٽ ٿئي. هيءَ ماپ اڪثر پاٽيءَ، کوهہ يا اوچائي ماپڻ جي بہ ڪم اچي. ڪن خطن ۾ وري ماڻهو ٻانهون مٿي ڪري بيهندو، پوءِ پيرن کان وٺي هٿن جي چوٽيءَ تائين ماپ کي پُرهہ چوندا آهن.

**پرهہ پاکون ڪڍيون (ڪتاب):** هن شعري مجموعي جو ليکڪ خادم منگي آهي، جنهن ۾ غزل، وايون، نظم، آزاد نظم، نثري نظم، گيت، هائيڪا، چوسٽا، دوها ۽ ڏيڍوڻا شامل آهن. هن ڪتاب جو مهاڳ سوپي گيانچنداڻي، لکيو آهي. 160 صفحن جي ڊيمي سائيز جو هي ڪتاب اپريل 2005ع ۾ سنڌي ادبي سنگت سکر پاران ڇپرايو ويو آهي. هن ڪتاب جي قيمت 150 روپيا آهي.




**پرهہ جو پانڌيئڙو (ڪتاب):** مضمونن جي هن مجموعي جو ليکڪ خورشيد قائمخاني آهي. 2001ع کان 2003ع تائين روزاني ڪاوش ۾ مختلف موضوعن تي لکيل مضمون، جن ۾ تاريخ، تهذيب، شخصيتون، سياست ۽ يادگيريون شامل آهن، سي هن ۾ ترتيب ڏنل آهن. ڪتاب جو تعارف ليکڪ پاڻ لکيو آهي، جڏهن تہ ڪتاب جي بيڪ ٽائيٽل تي ليکڪ جو تعارف ڏنو ويو آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو روشني پبليڪيشن پاران 2008ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو. پڪي جلد ۽ ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ ڪل 224 صفحا آهن ۽ قيمت 130 روپيا آهي.




**پرهہ جو پيغام (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب، نامور قومپرست سياستدان عبدالواحد آريسر جي تقريرن جو پهريون مجموعو آهي، جيڪو 1974ع ۾ نئين سنڌ پبليڪيشن ڪراچيءَ پاران ڇپيو، جنهن جي قيمت پنج روپيا آهي. هن ڪتاب ۾ عبدالواحد آريسر جون مختلف سياسي ۽ ادبي ميڙن، 4 مارچ جي قومي ڏينهن ۽ سيمينارن ۾ شاهہ لطيف ڏينهن تي ڪيل تقريرون بہ شامل آهن. هن ڪتاب جا ڪيترا ئي ڇاپا مختلف اشاعتي ادارن پاران ڇپجي پڌرا ٿيا آهن.




**پرهہ ڦٽي[1] (رسالو):** هن نالي سان 1961ع ڌاري بمبئي (ڀارت) مان هڪ رسالو نڪرندو هو جنهن جو ايڊيٽر لعل پشپ هو ان ئي نالي سان لعل پشپ پبليڪيشن بہ شروع ڪئي، جنهن پاران ڪيترائي ڪتاب پڻ ڇپايائين.

**پرهہ ڦٽي[2] (رسالو):** هن نالي سان 1945ع کان ڪراچيءَ مان ماهوار رسالو نڪرڻ شروع ٿيو جنهن جو ايڊيٽر گوبند مالهي هو پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ هيءُ رسالو بند ٿي ويو.

**پرهہ ڦٽي[3] (رسالو):** هن عنوان سان سکر مان رشيد ڀٽيءَ جي ادارت هيٺ رسالو نڪرندو هو جنهن جا ڪجهہ پرچا نڪتا هئا.

**پرهہ کان پهرين (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب سنڌ جي ناليواري ليکڪا ماهتاب محبوب جي ڪهاڻين جو مجموعو آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 188 صفحا آهن ۽ قيمت ڇهہ روپيا آهي. ڇاپو پهريون، ارم پبليڪيشن، پرفيڪٽ پريس حيدرآباد مان سال 1973ع ۾ ڇپيو.

**پرهياڙ:** پرهياڙ سنڌ جي سماٽ ذات آهي. بنيادي طرح هڪ آڳاٽو قبيلو آهي، جنهن جو سلسلو راجا دسرٿ سان ملي ٿو دسرٿ جي پٽ پرت کي چار پٽ ٿيا،

جن مان چوٿون نمبر پٽ پرهيار (پرهياڙ) ٿيو. راجا پرت کي ٻيا پٽ جانيپر، ڪوريجو ۽ ناهيون هئا. ان نسبت سان پرهياڙ راجپوت آهن.

پرهياڙ ذات، سنڌ جي سمن جي هڪ شاخ آهي ۽ سڄيءَ سنڌ ۾ پکڙيل آهي. هن ذات ۾ علم جو چاهه گهڻو هو ۽ منجهانئن ڪيترا عالم ٿي گذريا آهن. تنهنڪري سنڌ ۾ کين 'قاضي' جو عهدو مليل هو پر وقت گذرڻ کان پوءِ پرهياڙ عالمن قضا جو ڪم ڇڏي ڏنو. پرهياڙ مسلمان سماٽ ۾ شمار ٿين ٿا، جڏهن ته مينگهواڙن ۽ گُجرن ۾ به پرهياڙ نُک موجود آهي.

هڪ روايت آهي ته پرهياڙ، پرمار، چوهاڻ ۽ سولنگي، گوجر/ گُجرن مان آهن، جيڪي سنڌ جا اصلي 'جت' هئا. ڪتاب 'شاهان گوجر' ۽ دائره معارف اسلام ۾ لکيل آهي ته سن 600ع ڌاري کشتري، اگني ۽ هُن راجپوتن جي خاندان مان پرمار، پري هار (پرهياڙ)، چوهاڻ ۽ چالوڪيا چار پاڙ ٿيا. جن مان پرهياڙ قنوج تي راجا هو جنهن جو اولاد 'پرهياڙ' آهن.

ضلعي ۽ تعلقي حيدرآباد جي ديهه ڏماچ ۾ پرهياڙن جو هڪ ڳوٺ آباد آهي، جنهن ۾ 200 ماڻهن کان وڌيڪ آدمشماري آهي. تعلقي دولتپور ضلعي نواب شاهه (هاڻي بينظير آباد) ۾ به ڳوٺ ميوو پرهياڙ مشهور آهي، جتان جو اُستاد محمد صديق پرهياڙ نالي وارو استاد ۽ ڊراما نگار ٿي گذريو آهي.

**پرهياڙ شيخ، فقير**: پير پرهياڙ شيخ فقير جي درگاهه، چوکنڊي قبرستان (ڪراچي) ۾ واقع آهي. هيءَ قبر به چوکنڊي طرز جي ٺهيل آهي، پر هن تي شڪلين بدران ڪلمو طيب درج آهي. هن درگاهه تي هر سال 8 محرم جي رات کان 9 محرم جي شام تائين عقيدتمند ڪافي تعداد ۾ حاضري ڀرڻ ايندا آهن. چادرون ۽ گل چاڙهيا ويندا آهن. هن قبر جي ڪتبي تي "اين تربت پير سيد پرهاڙ" تحرير درج ٿيل آهي. هن جو منتظم ڪجهه وقت اڳ گل محمد فقير هو جيڪو ڳوٺ موريي فقيرجوکيپي جو رهاڪو هو.

**پرهياڙ، محمد صديق**: محمد صديق ولد محمد هاشم پرهياڙ 1936ع ۾ ڳوٺ گهنور پرهياڙ (موجوده تعلقي قاضي احمد، ضلعي نوابشاهه) ۾ پيدا ٿيو. استاد محمد عثمان پنگر جي ديني مدرسي ۾ قرآن شريف، فارسي ۽ عربيءَ جي ابتدائي تعليم ورتائين. هو سنڌي فائنل ۽ سنڌي اديب فاضل پاس هو. 1956ع ۾ پرائمري استاد مقرر ٿيو. پرائمري ٽيچرس ايسوسيئيشن ۾ 1964ع کان وٺي آخر تائين مختلف عهدن تي رهيو. ضلعي نوابشاهه جو صدر، تعلقي موري ۽ ضلعي نوابشاهه جو جنرل سيڪريٽري ٿي رهيو. هن کي ابتدا کان وٺي ڊرامن سان دلچسپي هئي. 1957ع ۾ موري پرسان سن ساوڙيءَ ۾ مرزا قليچ بيگ جو ڊرامو 'ليلا مجنون' ۽ 1959ع ۾ انگريزي ڊرامي 'ٽيلسمن' جو ترجمو ٿيل ڊرامو اسٽيج ڪيائين. رٽائر ٿيڻ کان پوءِ شاهه عبداللطيف آرٽس ڪائونسل مورو قائم ڪري، ان طرفان 300 کان مٿي ڊراما اسٽيج ڪيائين. خود به سٺو ڊرامانگار هو هن جا 200 کن ڊراما لکيل آهن ۽ هڪ ئي وقت هدايتڪار، صداڪار ۽ اداڪار هو. سندس ڊرامٽڪ سوسائٽيءَ ۾ ڪيترا استاد ۽ فنڪار شامل هئا. هن جي اسٽيج ڊرامن مان هيٺيان مشهور آهن:



'جاهل'، 'چرچٽ جو موت'، 'عمر مارئي'، 'پٽر'، 'ميان نور محمد ڪلهوڙو'، 'عمر مارئي'، 'سسئي پنهون'، 'ليليٰ مجنون'، 'مارئيءَ جون ست راتيون'، 'ڪاتيءَ هيٺان ڪنڌ'، 'طوفان جي تمنا'، 'محنت جو قل'، 'ميندي رتا هٿ'، 'قرباني'، 'آخري گولي'، 'کين چريءَ کي چوڻ'، 'دوست دشمن' ۽ 'سونٽي کي سلام'.

محمد صديق پرهياڙ، سنڌي ادبي سنگت موري جو سيڪريٽري رهيو ۽ ڪيترا ادبي ۽ ثقافتي پروگرام ڪرايائين. موري جي علمي ۽ ادبي حلقي ۾ وڏي عزت ۽ اهميت حاصل هئس. کيس پنجن پٽن ۽ هڪ نياڻيءَ جو اولاد آهي. محمد صديق پرهياڙ، دم جي بيماري سبب 25 اپريل 2008ع تي موري ۾ وفات ڪئي.

**پرهياڙ، مير محمد**: مير محمد پرهياڙ جو شمار سنڌ جي علم دوست ڪامورن ۾ ٿئي ٿو سندس والد جو نالو حاجي عبدالله پرهياڙ آهي. سندس جنم 1- جولاءِ 1951ع تي بدين ضلعي ۾ ٿيو. ايم. اي ڪرڻ بعد فيڊرل پبلڪ سروس ڪميشن جو امتحان ڏئي، سول سروس ۾ 1980ع کان شامل ٿيو. 1983ع کان 1984ع تائين سيوهڻ جو اسسٽنٽ ڪمشنر 1984ع ۾ ميهڙ جو اسسٽنٽ ڪمشنر، 1987ع ۾ ٿرپارڪر جو ايڊيشنل ڊپٽي ڪمشنر، 1988ع ۾ ڪولونائيزيشن آفيسر- سکر بئراج، ساڳئي سال ڊپٽي ڪمشنر دادو، جڏهن ته 1990ع ۾ نوابشاهه ۽ 1992ع کان مئي 1993ع تائين نوشهري فيروز جو ڊپٽي ڪمشنر بڻيو. ساڳئي سال 1993ع ۾ بورڊ آف روينيو جو سيڪريٽري مقرر ٿيو.



هو 1996ع کان 1997ع تائين تعليم، سائنس ۽ ٽيڪنالاجي واري کاتي ۾ ڊپٽي فائينئنس ايڊوائيزر، 1997ع کان 1999ع تائين گهرو کاتي جي سيڪريٽريءَ جي حيثيت ۾ پنهنجي ذميواري نڀايائين. 2000ع ۾ ڊائريڪٽر جنرل، رورل ڊيولپمينٽ، سنڌ مقرر ڪيو ويو. پاڻ 2001ع کان 2002ع تائين جيڪب آباد جو ڊي. سي. او رهيو 2002ع ۾ کيس سيڪريٽري آبپاشي کاتو سنڌ مقرر ڪيو ويو هو ساڳئي سال ايشيائي ترقياتي بئنڪ جي هڪ پراجيڪٽ جو ڊائريڪٽر جنرل مقرر ٿيو. جڏهن ته 2003ع ۾ خوراڪ کاتي، سنڌ جي سيڪريٽري طور ذميواريون نڀايائين. 2004ع کان 2005ع تائين ايڪسپورٽ پروموشن بيورو جو ڊي. جي به رهيو ان بعد مختلف ذميوارين تي بدلي ٿي، 2008ع ۾ ٻيهر آبپاشي کاتي جو سيڪريٽري، ان بعد آڪٽوبر 2008ع کان آگسٽ 2009ع تائين لائيو اسٽاڪ ۽ فشريز کاتي جو سيڪريٽري مقرر ٿيو. هن وقت مير محمد پرهياڙ انڪوائريز ۽ اينٽي ڪرپشن اسٽيبلشمينٽ جو چيئرمئن آهي.

مير محمد پرهياڙ مختلف موقعن تي اخبارن ۽ رسالن ۾ سنڌ جي سماجي ۽ اقتصادي مسئلن تي مضمون لکندو رهيو آهي.

**پري**: لوڪ ڪهاڻين جو غير معمولي سونهن رکندڙ خيالي ڪردار. پرين بابت روايت آهي ته ڪوهه قاف ۾ رهن ٿيون. کين پَرَ هوندا آهن. جن سان اڏامنديون آهن ۽ هر هنڌ وڃي سگهن ٿيون. نهايت سهڻيون ٿينديون آهن.

مشرقي ادب جي ڪهاڻين ۾ پرين کي خاص مقام حاصل آهي. خاص طرح سنڌ جي لوڪ ڪهاڻين ۾ پرين جو ڪردار آکاڻيءَ ۾ رس ۽ چس پيدا ڪندو آهي.

ڏند ڪٿائي قصن ۾ آهي ته پريون غير فطري طاقت جون مالڪ، خوبصورت ۽ پرن واريون هونديون آهن. اڳئين وقت ۾ ماڻهو پرين جي وجود تي يقين رکندا هئا ۽ اجا تائين ڪيترا ماڻهو انهن سان، ڪيترائي واقعا



منسوب ڪن ٿا. انهن ماڻهن مطابق پريون ٻن قسمن جون آهن: نيڪ ۽ بد. انهن ٻنهي ۾ غلبي ۽ اقتدار جي ڪشمڪش جاري رهي ٿي. انهيءَ ڪشمڪش جو اثر انساني فعلن، ڪردارن، حرڪتن ۽ ارادن تي به ٿيندو آهي. قديم انگريزي ادب ۾ انهيءَ قسم جي پرين جي هڪ الڳ، دنيا نظر اچي ٿي. انهن مان ڪن ڪي مضمونن ۽ ڊرامن جي ڪردارن طور پيش ڪيو ويو آهي. شيڪسپيئر جو ڊرامو "مِڊ سَمَر نائيٽ ڊريم"، پرين جي ئي هڪ ڪهاڻي آهي. اوير جي ادب ۾ به جنن ۽ پرين ڪي مختلف ڪهاڻين ۾ جڳهه ڏني وئي آهي. الف ليليٰ ۾ ته انهن جي مڪمل معاشري جي هڪ لفظي تصوير ڪڍي وئي آهي.

**پَريا[1]**: هڪ ذات جو نالو آهي. يوسف ميرڪ، "تاريخ مظهر شاهجهاني" ۾ ذاتين جو ذڪر ڪندي، مغل دؤر ۾ سميجا قبيلي مان "پريا" ذات جو بيان ڪيو آهي. پرين جي هڪ پاڙي جو نالو "ڪانگڙي" آهي. ايس. صادق عليءَ هنن کي سمن جي پاڙي مان لکيو آهي. سيوهڻ شهر ۾ پريا ۽ ڪانگڙي رهن ٿا، جيڪي پاڻ کي "سما" (اُنڙ) سڏائين ٿا.

**پَريا[2]**: ضلعي ۽ تعلقي نوشهري فيروز ۾ هن نالي سان هڪ ديهه به آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ابراهيم پريو، هاشم پريو، يعقوب لغاري، بالادي ۽ صالح ڪوسو. ساڳيءَ ديهه ۾ هڪ ڳوٺ پڻ ان نالي سان موجود آهي.

**پريالوٽي**: تعلقي ڪنگري جي هڪ ديهه جو نالو آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پرياٺوٽي، موليڏنو ڪنوهڙ، بچو ڪوسو جادو ڪوسو جلياني، جاڳڻ خان ڪورڪاٽي، شڪاري ۽ احمد خان.

**پريانڪا چوپڙا**: ڀارت جائي اڳوڻي مس ورلڊ ۽ بالي ووڊ جي ڏيهان ڏيهه مشهور اداڪاره پريانڪا چوپڙا 18 جولاءِ 1982ع تي ڀارتي ضلعي جمشيدپور جي جهارکنڊ شهر ۾ جنم ورتو سندس پيءُ جو نالو ڊاڪٽر اشوڪ چوپڙا ۽ ماءُ جو نالو مڌو چوپڙا آهي، جيڪي پيشي جي لحاظ کان ٻئي ڊاڪٽر آهن. پريانڪا پنهنجي ابتدائي تعليم لکنوءَ جي لا مارٽينري اسڪول ۾ حاصل ڪئي، ان کان پوءِ آمريڪا ۾ رهائش اختيار ڪرڻ سبب هوءَ نيوٽن سائوٿ هاءِ اسڪول، جان ايف ڪينيڊي هاءِ اسڪول ۾ پڙهي. هن 'جئه هند ڪاليج ممبئيءَ' ۾ گريجوئيشن دوران (2000ع) مس ورلڊ جي مقابلي ۾ حصو ورتو ۽ 'مس ورلڊ' جو اعزاز به ڪٽيو.



هن پنهنجي فلمي ڪيريئر جو آغاز 2002ع ۾ تامل فلم ٿاميزن ۾ پريا نالي هيروئن جي ڪردار سان ڪيو. 2003ع ۾ هُن با ي ووڊ جي هندي فلمن ۾ پير پاتو ۽ هن انيل شرما جي فلم 'لَو اسٽوري آف اَ اسپاءِ' ۾ ڊاڪٽرياڻيءَ جو ڪردار ادا ڪيو. اهڙي ريت هن جون ڪيل فلمون ڪامياب ٿيڻ لڳيون ۽ پريانڪا بالي ووڊ فلم انڊسٽريءَ ۾ ڪامياب اداڪاره طور ابري آئي. هن جي ڪيل فلمن ۾ 'هيرو'، 'انداز'، 'پلان'، 'قسمت'، 'مجھ سي شادي ڪرو گي'، 'اعتراض'، 'بليڪ ميل'، 'ڪرم'، 'وقت'، 'يقين'، 'برسات'، 'بلف ماسٽر'، 'ٽيڪسي نمبر 9211'، '36 چائنا ٽائون'، 'ڪرش'، 'آپ ڪي خاطر'، 'سلام عشق'، 'گاڊ تُسي گريٽ هو'، 'ڊرونا'، 'بلو'، 'ڪميني'، 'پيار امپاسيبل' سميت ڪيترين ئي فلمن ۾ ڪيو آهي. کيس ڪيترائي اوارڊ به مليا آهن. هوءَ ممبئيءَ ۾ رهي ٿي.

**پريان لوءِ/ پريالو**: تعلقي خيرپور جي هڪ ديهه ۽ مشهور شهر، جتي مشهور بزرگ ۽ ولي مخدوم محمد اسماعيل جي مزار آهي. اصل ۾ هيءُ ڳوٺ "پريا" ذات جي ماڻهن جي نالي پٺيان "پريالوءِ" سڏبو هو پير سائين پاڳارو محمد راشد روضي ڌڻي، پير ڳوٺ کان پڙهڻ لاءِ مخدوم محمد اسماعيل وٽ ايندو هو ته پاڻ چوندو هو ته: "آءٌ 'پريان لوءِ' (پرينءَ جي ڳوٺ) تو وڃان." پاڻ پنهنجي استاد مخدوم محمد اسماعيل کي ادب ۽ محبت وچان "پرين" چوندا هئا، ان ڪري 'پريا لوءِ'، "پريان لوءِ" سڏجڻ لڳو.

پريان لوءِ هڪ قديم شهر آهي. هتي جي جامع مسجد جي پهرين تعمير 600هه/1203ع ۾ ٿي. هن شهر ۾ ماڻهو مذهبي آهن. هن شهر ۾ 25 مسجدون ديوبندي مسلڪ وارن جون، ٻه مسجدون شيعا مسلڪ وارن جون ۽ هڪ مسجد بريلوي مسلڪ وارن جي آهي. هتي ڪافي بزرگن جون مزارون آهن، جن ۾ مخدوم محمد اسماعيل کان سواءِ پير شاهه حسين، صالح سوائي شاهه، پير حاجي جمال الله (جيڪو مخدوم اسماعيل جو مرشد هو) سيد حاجي شاهه، لال چوهڙ، حضرت حاجي پناڻ وغيره شامل آهن. پر سڀ کان مشهور بزرگ، حضرت مخدوم محمد اسماعيل آهي، جيڪو ذات جو جوڻيجو هو ۽ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو همعصر هو. اُن جي مزار ۽ مسجد جي تازي تعمير موجوده پير صاحب پاڳاري ڪرائي آهي. مزار ۽ مسجد جي پرسان ڪجهه سال اڳ ابوظهبيءَ جي حڪمران زيد بن سلطان هڪ مسافر خانو به تعمير ڪرايو هو. پريان لوءِ ۾ ابوظهبيءَ جي حڪمران شيخ زيد بن سلطان جو هڪ محل ۽ هڪ وڏو باغ به موجود آهي، جنهن ۾ ڪافي ميويدار وڻ آهن. ابو ظهبيءَ جا حڪمران هتي هر سال گهمڻ ايندا آهن. هي شهر باغن جي ڪري گهڻو مشهور آهي. ڪيلا، انب ۽ ڪجيون هتان جي بهترين پيداوار آهي. مولانا تاج محمود امروٽيءَ جو جنم به پريان لوءِ لڳ ڳوٺ ديواني ۾ ٿيو هو. اهڙيءَ طرح الرا جاگير جو سيد محمد علي شاهه ڪنيرن وارو، جنهن هارين ۾ سجاڳي آندي هئي، ان جو تعلق به پريان لوءِ سان رهيو هين ڪيترين ئي شخصيتن جو تعلق به پريان لوءِ سان رهيو هاڻوڪي ويجهي دؤر ۾ مشهور شخصيتن ۾: نثار احمد صديقي اڳوڻو ڪمشنر سکر ڊويزن، ارباب حاجي غلام مرتضيٰ ڏاريجو، ڊاڪٽر چمن لال ڏوميجا، نور احمد ميمڻ (چيئرمين سنڌيڪا اڪيڊمي)، مولانا غلام محمد ميمڻ مشهور عالم دين، استاد گل حسن لوهر، مشهور شاعر سجاد ميراڻي ۽ شڪيل پريالوي، نامور فنڪار سرمد سنڌي، سندس ڀاءُ احمد مغل ۽ مخدوم بشير احمد شامل آهن. پريان لوءِ ۾ هڪ هائر سيڪنڊري اسڪول، گرلز هاءِ اسڪول، پرائمري اسڪول، گرلز پرائمري اسڪول، الفلاح پبلڪ

اسڪول، مهراڻ پبلڪ اسڪول، ارسلان پبلڪ اسڪول، مدرسه تعليم الدين، مدرسه ارشاد القرآن، مدرسه ارشاد الفرقان ۽ ٻيا ننڍا وڏا تعليمي ادارا آهن. هتي جي آبادي ڏهن هزارن کان مٿي آهي. هتي سُوسين جو سنُو واپار هلندو آهي. پريان لوءِ جي باشندن جو گهڻو واسطو درگاهه هاليجي شريف، درگاهه پير جو ڳوٺ ۽ درگاهه ٻير شريف سان آهي. هتي هندو آباديءَ جا به گهڻا مندر آهن.

**پَرياڻي:** جت، برهماڻي، ٻرا، ٻگهيا، ٿهيم، عمراڻي، رند، بلوچ ۽ سمن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. پرياڻي جت سرائيڪي، عمراڻي بلوچي ۽ باقي پرياڻي سنڌي زبان ڳالهائين ٿا.

**پريت پراڻي ريت نرالي** (ڪتاب): هيءُ ناول، نامياري ڪهاڻيڪار ۽ ناول نگار، سُندري اتمچنداڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 271 صفحا آهن ۽ قيمت به روپيا آهي. هن ناول جو پهريون ڇاپو اداره آواز ادب پاران سنڌ پريس حيدرآباد مان سال 1956ع ۾ ڇپيو.

**پريت جا گيت** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب بنگال جي نامور شاعر رابندرناٿ ٽئگور جي ڪتاب جو سنڌي نظماڻي نثر ۾ ترجمو آهي، جيڪو منگهارام اُدارام ملڪاڻيءَ سنڌيءَ ۾ ڪيو آهي. ڪتاب جو مهاڳ ڪاڪي پيرو مل مهرچند آڏواڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 84 صفحا آهن ۽ قيمت اٺ آنا آهي. ڪتاب جو ڇاپو پهريون، رتن ساهتيه منڊل ڪراچي، سال 1940ع ۾ ڇپايو.

**پريت، رخسانه:** نئين ٽهيءَ جي شاعره، رخسانه 'پريت' جو پورو نالو رخسانه ڌيءَ محمد صديق چنڙ آهي. سنڌس والدين نوابشاهه ۾ رهن ٿا، پر هن جنم ڪاري موري هيرآباد، حيدرآباد ۾، 23 آگسٽ 1967ع تي ورتو. جڏهن سنڌس والد زبيده گرلس ڪاليج ۾ اڪائونٽنٽ هو. سندن اصل ڳوٺ سومر چنڙ تعلقو ڪنڊيارو، ضلعو نوشهروفيروز آهي.



رخسانه ابتدائي تعليم گورنمينٽ گرلس پرائمري اسڪول غريب آباد، نوابشاهه ۽ سيڪنڊري تعليم گورنمينٽ ڊگري ڪاليج نوابشاهه مان حاصل ڪري پيپلز ميڊيڪل ڪاليج نوابشاهه مان 1993ع ۾ ايم. بي. بي. ايس ڪئي، پي. ايم. سي هاسپيٽل نوابشاهه ۾ گائنيءَ ۾ 6 مهينا ۽ لياقت ميڊيڪل ڪاليج ڄامشوري ۾ ميڊيسين ۾ 6 مهينا هائوس جاب ڪيائين. 1998ع ۾ پبلڪ سروس ڪميشن ڪواليفاءِ ڪيائين. فيبروري 2000ع ۾ مشهور قومپرست اڳواڻ ڊاڪٽر دودي مهيريءَ سان سندس شادي ٿي. ڊاڪٽر رخسانه 2000-1999ع ۾ وزيراعظم جي خانداني منصوبه بندي ۽ بنيادي صحت واري پروگرام هيٺ اسسٽنٽ ڊسٽرڪٽ ڪوآرڊينيٽر طور ضلعي نوابشاهه ۾ ڪم ڪيائين. ان بعد 2000 کان 2002ع تائين ميڊيڪل آفيسر تعلقو ڪوٽڙي رهي. جنهن کان پوءِ ڊسٽرڪٽ گورنمينٽ هاسپيٽل قاسم آباد ۽ دارالامان قاسم آباد ۾ رهي آهي ۽ هن وقت ڊسٽرڪٽ گورنمينٽ اسپتال قاسم آباد ۾ ميڊيڪل آفيسر طور ڪم ڪري رهي آهي.

رخسانه 'پريت' 89-1988ع واري دور ۾ نوابشاهه جي ڪيترن ادبي، سماجي ۽ سياسي پروگرامن جي ڪمپيئرنگ ڪئي، پي. ايم. سي ۾ پڙهڻ دوران لطيف ڏهاڙن تي ڪمپيئرنگ ڪندي هئي. 94-1993ع دوران ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تي ادبي پروگرامن جي ڪمپيئرنگ ڪيائين. سنڌس شاعريءَ جو هڪ ڪتاب 'پياسي ساڀيان جل ٿل خواب' (1997ع) ڇپيل آهي، جڏهن ته ماهوار 'اديب' مارچ 2004ع ۾ سنڌس خاص ڪارنر 'رخسانه پريت ڪارنر' به ڇپيل آهي. هن وقت سنڌي ادبي سنگت، شاخ حيدرآباد جي جوائنٽ سيڪريٽري ۽ عورتن جي تنظيم WAF (وومين ايڪشن فورم، حيدرآباد) جي ميمبر آهي. پنهنجي ساٿياڻين سان گڏ ڪيترين ادبي ۽ سماجي پروگرامن ۾ سرگرميءَ سان حصو وٺندي رهي ٿي، سنڌس غزلن جو هڪ مجموعو ڇپائيءَ هيٺ آهي.

**پريتم پياسي:** پريتم ولد منگهارام ميگهواڙ 8 نومبر 1965ع تي ڳوٺ نور محمد پلي تعلقي عمرڪوٽ ۾ ڄائو. هن شروعاتي تعليم ڳوٺ لطف علي دل مان حاصل ڪئي. ان کان پوءِ مڊل اسٽينڊرڊ جو امتحان صوفي فقير مان ۽ مئٽرڪ هاءِ اسڪول عمرڪوٽ مان حاصل ڪيائين. بعد ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ايم. اي ڪيائين. 1980ع کان شاعري ڪرڻ شروع ڪيائين. شاعريءَ جي اصلاح معمور يوسفاڻيءَ کان وٺندو هو. هن ڪيترائي تحقيقي مقالا لکيا آهن. مارئي جي حسب نسب لکڻ تي سنڌ ثقافت کاتي طرفان ڪيس پهريون انعام ڏنو ويو. بزم ادب صوفي فقير جو جنرل سيڪريٽري رهيو آهي. پنهنجي اداري طرفان مختلف اديبن جا اٺ ڪتاب ڇپائي چڪو آهي. سنڌس اڻ ڇپيل ڪتابن ۾ 'پير پٿورو'، 'تذڪره شعراءِ تعلقو سامارو'، 'گهمن سنگهه ناٽڪ'، 'ديوان پريتم'، 'ٻيجهي ڪي ني ٻوليو' (شاعري)، 'تاريخ ميگهه رک'، ٿرپارڪر جون ڏرمي ڪهاڻيون'، 'ٿر جون پراڻيون ڪهاڻيون'، 'پٽ ڏٽيءَ جا مرد ڪردار'، 'پٽ ڏٽيءَ جي ٿري لغت'، اوڊڪي سنڌي لغت ۽ ڪرشن چندر جي ناول جو ترجمو 'ڀهروپيو' شامل آهن.



**پريتم ورياڻي:** سنڌي ٻوليءَ جو ناميارو اديب، لساني ماهر (Linguist) ۽ اپياسي پروفيسر پريتم ورياڻي، نصرپور، ضلعي حيدرآباد (هاڻي ضلعي مٽياري) ۾ 15 جنوري 1930ع تي ليکراج مل ورياڻيءَ جي گهر ۾ ڄائو. مئٽرڪ تائين عمرڪوٽ ۾ ناناڻن وٽ رهيو ۽ اتان ئي مئٽرڪ پاس ڪيائين. ورهاڱي کان پوءِ هندستان ۾ اجمير ۾ مائٽن سان گڏ وڃي وسيو ۽ 1949ع ۾ آديپور، گانڌيڌام ۾ ٽائيپڪو ٽيو. اُتي شروعاتي دؤر ۾ محنت ۽ پڙهائي ڪري 1951ع ۾ ماستري پيشو اختيار ڪيائين. پريتم ورياڻيءَ جي تعليم، بي. اي (سنڌي)، ايم. اي (لسانيات)، ايم. اي (پوليٽيڪل سائنس) آهي. 1952ع کان 1965ع تائين آدرش مها وديالي (Teachers Higher Secondary School) گانڌيڌام ۾ 14 سالن تائين ماستر طور پڙهايائين ۽ اُن اسڪول جي بنيادي اُستادن مان هڪ هو. 1966ع کان 1970ع تائين پوني جي سنڌي شعبي (لسانيات) ۾ ريسرچ فيلو ۽ ليڪچرار ٿي رهيو. 1970ع جي آخر کان وٺي 18 سالن



تائين ڊيڪن ڪاليج پوني ۾ مرڪزي سرڪار طرفان ڪوليل ويسٽرن ريجنل لئنگئيج سينٽر (WRLC) ۾ غير سنڌي ماسترن ۽ ليڪچرارن کي جديد طريقن سان سنڌي ٻولي ۽ ادب سيکارڻ جو ڪم ڪيائين. جنوري 1988ع ۾ رٽائر ڪيائين ۽ سنڌي ٻولي، ادب ۽ تهذيب سان پيار ڪندڙ شخصيتن: ڊاڪٽر ستيش روهيڙا، لکمي کلاڻي ۽ موتي پرڪاش سان گڏجي آديپور، گانڌيڌام ۾ 1990ع ۾ ”انڊين انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي“ جي قيام ۾ حصو ورتائين ۽ ان جي بنيادي ٽرسٽين (Trusties) مان هڪ آهي. هن اداري جي ريسرچ، سنڌي تعليم ۽ لوڪ ادب وارن شعبن ۾ سندس خدمتون وسارڻ جهڙيون نه آهن. وچ ۾ ٽي سال سنڌالاجيءَ پاران، ٿولاڻي آرٽس ۽ سائنس ڪاليج آديپور ۾ اعزازي طور سنڌي تعليم ۽ تدريس سان واڳيل رهيو. پريتم ورياڻي پونا ۾ سنڌي ڪمپيوٽر فانٽن جو ڊزائينر به رهيو آهي. ان کان سواءِ گجرات سنڌي اڪيڊمي گانڌي نگر جي صلاحڪاري بورڊ جو ميمبر به رهيو آهي. سندس ڇپيل ڪتابن مان ڪجهه هي آهن:

(1) سنڌي نصاب (انٽرميڊيٽ ڪورس)، (2) بيوس هڪ ايپاس (بيوس سيمينار جي مقالن ۽ ڪاروائيءَ جي ترتيب: 1970ع: گوورڌن شرما ۽ سي. ايڇ. راءِ سنگهاڻيءَ سان گڏ)، (3) سنڌي پاٺ مالها (پهريون، ٻيون ۽ ٽيون ڀاڱو)، (4) سنڌي لئنگئيج بُڪ: ڪرسپانڊنٽ ڪورس (ٻين سان گڏ: هندي ميڊيم- 2006ع)، (5) ڏهه ڏيهي ڪهاڻيون (باتصوير: سنڌي، هندي ۽ انگريزيءَ ۾ 2006ع، 2007ع، 2008ع)، (6) انسائيڪلوپيڊيا آف يونيورسل نالي‍ج، (7) سنڌي ٻولي ۽ تهذيب (ڇاپي هيٺ: 2010ع).

پروفيسر پريتم ورياڻيءَ جا سنڌي لسانيات تي 50 کان وڌيڪ سنڌي ۽ انگريزيءَ ۾ مقالا لکيل آهن. ان کان سواءِ سنڌي ٻوليءَ جي سکيا ۽ تهذيب جي موضوعن تي ڪيترن سيمينارن ۽ ڪانفرنسن ۾ مقالا پڙهي ۽ تقريرون ڪري چڪو آهي.

پروفيسر پريتم ورياڻيءَ کي اکل ڀارت سنڌي ٻولي ساهت سڀا طرفان 2005ع ۾ سنڌي تعليم اوارڊ مليل چڪو آهي. سندس نئون ڪتاب ”سنڌي ٻولي ۽ تهذيب“ (ڇپائيءَ هيٺ)، سندس خواهش آهي ته سنڌ ۾ سنڌي ٻولي اٿارٽي ڇپائي ته ڪيس دِلي خوشي ٿيندي. ورياڻي صاحب 63 سالن کان پوءِ تازو آگسٽ- سيپٽمبر 2010ع ۾ سنڌ وطن اچي اباڻا ماڳ (عمرڪوٽ، نصرپور) ڏٺا. ان کان سواءِ رهڙڪي شريف، ڪراچي، حيدرآباد ۽ اسلام ڪوٽ به گهميو. پروفيسر پريتم ورياڻي هن وقت گانڌيڌام، آديپور (ڪڇ) ۾ مستقل رهائش پذير آهي.

**پريتم هنگوراڻي:** سنڌي ٻوليءَ جي شاعر ليکڪ ۽ ناول نگار پريتم هگوراڻيءَ جو اصل نالو تيرٿ روچيرام هگوراڻي ”پريتم“ آهي. هو 10 اپريل 1920ع تي، ڪراچيءَ ۾ جائو. سندس ڇپيل ڪتابن ۾ ’منوهر سنديش‘ (شاعري: 1962ع)، ’سماج‘ (ناول: 1956)، ’آدرشي انسان‘ (1969ع)، ’پڙپانگ‘ (1955ع) ۽ ’شڪست‘ (ڪهاڻيون: 1957ع) شامل آهن. ان کان سواءِ سنڌي فنڪارن ۽ شهيدن جي سوانح تي ٽيهارو کن مضمون لکيا اٿس. انگريزي ٻوليءَ ۾ به ڪجهه ڪتاب لکيائين. جن ۾: "Soul of Sindhi" ۽ "Pearl Strings" شامل آهن. هي ورهاڱي وقت سنڌ جون حالتون ناسازگار ڏسي هندستان لڏي ويو ۽ پاڻ ممبئيءَ ۾ رهائش پذير ٿيو.

**پريٽي زنٽا:** بالي ووڊ جي مشهور اداڪاره پريٽي زنٽا، هڪ هندو راجپوت خاندان ۾ 31 جنوري 1975ع تي ڀارتي رياست هماچل پرديش جي ڳوٺ



روهڙي، ضلعي شملا ۾ جنم ورتو. سندس والد درگا نند زنٽا هندستاني فوج ۾ ملازم هو جيڪو هڪ حادثي ۾ لاڏاڻو ڪري ويو هو هن ڪي پاڻ کان وڏو هڪ ڀاءُ ديپنڪار ۽ هڪ ننڍو ڀاءُ منيش به آهن. ديپنڪار هن وقت هندستاني فوج ۾ ڪميشن آفيسر آهي، جڏهن ته منيش ڪيليفورنيا ۾ رهي ٿو پريٽي زنٽا، ڪانونٽ آف جيوسس ۽ ميري اسڪول شملا مان تعليم حاصل ڪئي ۽ ڪافي عرصو ميري اسڪول جي هاسٽل ۾ رهي. اتي هن ادب کي پنهنجو مشغلو بڻايو ۽ شيڪسپيئر کي تمام گهڻو پڙهيو هن نفسيات ۾ گريجوئيشن ڪئي ۽ جرمياتي نفسيات ۾ پوسٽ گريجوئيٽ جي ڊگري ورتائين. پر پوءِ هن ماڊلنگ کي پنهنجو مشغلو بڻايو.

هوءَ پهريان چاڪليٽ جي هڪ اشتهار ۾ 1996ع ڌاري اسڪرين تي آئي. پوءِ ڪيس ماني رستم جي فلم ”دل سي“ لاءِ چونڊيو. ترت ئي هن کي ڪندن شاهه جي فلم ”ڪيا ڪهنا“ ۾ ڪردار مليو. جيڪا پوءِ دير سان سال 2000ع ۾ رليز ٿي. ان کانپوءِ سندس فلم ”سولجر“ تمام گهڻو ڪامياب وئي، جنهن ۾ بوبي ديول هيري جو رول ادا ڪيو هو. هنن ٻنهي فلمن تي ڪيس فلم فيئر اوارڊ مليا. هن جون پوءِ جون به مشهور تيلگو فلمون ’پريمانتي اديرا‘ (Premanti Idera) 1998ع ۾ ۽ ٻي ’راجا ڪمرو دو‘ (Raja Kamarudu) 1999ع ۾ نهيون. ان کان پوءِ هن ڪيترن ئي فلمن ۾ ڪم ڪيو جن ۾ ”ڪيا ڪهنا“، ”مشن ڪشمير“، دل چاهتا هي“، ”چوري چوري چپڪي چپڪي“، ”دل هي تمهارا“، ”دي هيرو“، ”ڪوئي مل گيا“، ”ڪل هو نه هو“، ”ويرزارا“، ”سلام نمستي“، ”کلم کلا پيار ڪرين“ وغيره شامل آهن.

پريٽي زنٽا وقت جي سمورن وڏن اداڪارن ۽ اداڪارائن سان گڏ ڪم ڪيو آهي، جن ۾ عامر خان، شاهه رخ خان، سلمان خان، هرتيڪ روشن ۽ ٻيا شامل آهن. هوءَ ليکڪا به آهي. هن بي.بي.سي نيوز لائين ۽ سائوٿ ايشيا ڪمينٽيٽرس ۾ ڪيترائي ڪالم لکيا آهن. اسڪرين کانسواءِ اسٽيج تي به بهترين پرفارمر رهي آهي ۽ ڪيترن ئي فلاحي پروگرامن ۾ به حصو وٺندي رهي ٿي. ڪرڪيٽ هن جي پسنديده راند آهي. انڊين پريميئر ليگ (IPL) ۾ سندس پنهنجي فرنچائيز آهي. ڪيس ڪيترين ئي فلمن تي اوارڊ به مليا آهن. هوءَ هن وقت بمبئيءَ ۾ رهي ٿي.

**پري پرٽو:** تعلقي نوشهري فيروز جي هڪ ديهه جو نالو آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڳوٺ پري پرٽوجو شادي ڪوڪر، پري جمن ۽ نوري وڳڻ.

**پريڊي، ايڇ. ڊبليو** (Preedy, H. W): ڪئپٽن ايڇ. ڊبليو پريڊي، ڪراچيءَ جو پهريون ڪليڪٽر هو. 1843ع ۾ سر چارلس نيپيئر سنڌ فتح ڪرڻ کان پوءِ سنڌ کي ٽن ڪليڪٽوريٽ (ضلعن) ۾ ورهايو. شڪارپور ۾ گولڊني، حيدرآباد ۾ رٿبورن ۽ ڪراچيءَ ۾ ايڇ. ڊبليو پريڊي کي ڪليڪٽر مقرر ڪيو هيءَ ڪراچيءَ ۾ 1847ع کان اپريل 1857ع تائين 10 سال ڪليڪٽر رهيو. هي اهو دؤر آهي، جڏهن سنڌ جو پهريون ڪمشنر پرنگل مقرر ٿيو. بعد ۾ سر بارٽل فريئر جي ايامڪاريءَ ۾ ڪليڪٽر پريڊي ڪراچيءَ جي

ترقي ۽ واڌاري لاءِ مثالي خدمتون ۽ ڪارناما سرانجام ڏنا. انهيءَ جي ثابتي ان ڳالهه مان ملي ٿي ته سندس بدلي ٿيڻ ڪانپوءِ ڪراچيءَ ۾ پريڊي اسٽريٽ، پريڊي روڊ، پريڊي ٿاڻو ۽ پريڊي ڪوارٽرز نالي چار يادگار قائم ٿيا.

**پَرِيشان خٽڪ**: پشتو زبان جي مشهور ليکڪ پريشان خٽڪ جو اصل نالو محمد غمر جان هو. هن 10 ڊسمبر 1932ع ۾ ڳوٺ مير خان خيل، ضلعي ڪرڪ ۾ جنم ورتو. ايم. اي (تاريخ) ۽ ايم. اي (پشتو) ڪيائين. سندس واسطو تدريس جي شعبي سان رهيو. پاڻ گومل يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر به رهيو. ان ڪان سواءِ 1966ع ۾ ڪيس اڪادمي ادبيات، اسلام آباد جو چيئرمين مقرر ڪيو ويو. هو سٺو شاعر، ڊرامانگار ۽ تنقيدنگار هو. جڏهن ته تحقيق جي ميدان ۾ ڪافي ڪم ڪيائين. سٺو منتظم به رهيو. سندس تصنيفن ۾: (1) 'نڙاڪي' (پشتو شاعري)، (2) 'اتوٽ لساني رابطي' (نثر)، (3) 'پشتو شعراء و ادباء کي فهرست' (نثر)، (4) 'درنه پشتو' (نثر)، (5) 'ايڪ دور' (نثر)، (6) 'خوشحال نامه' (ديوان خوشحال خان خٽڪ جو ائين جلدن ۾، اردو زبان ۾ ترجمو)، (7) 'روه ملالي سترگي'، (8) 'پشتو ڪون' (10) 'ديوان خواجه محمد بنگش' (ترتيب)، (11) 'جديد پشتو شاعري' وغيره شامل آهن. ڪيس حڪومت پاڪستان طرفان ستاره امتياز جو تمغو مليل آهي. ان ڪان سواءِ ڪيس رائيٽر گلڊ اوارڊ، شاهه لطيف اوارڊ، اباسين آرٽ ڪائونسل اوارڊ ۽ همدرد اوارڊ، وغيره مليل آهن. هن پشتو ۽ سنڌيءَ بابت ۽ سنڌ جي صوفي شاعرن بابت به لکيو آهي. هن پشاور ۾ 21 مارچ 2009ع تي وفات ڪئي.



**پريل**: تعلقي شهداد ڪوٽ جي هڪ ديهه جو نالو آهي، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ 'پريل سيال' نالي آهي.

**پريل دايو**: نوجوان صحافي، اديب ۽ شاعر پريل دايو 15 مئي 1971ع تي ڳوٺ نوراجا تعلقي پني عاقل ۾ پورهيت ولي محمد دايي جي گهر ۾ جنم ورتو. پرائمري ۽ مڊل جي تعليم پنهنجي ڳوٺ جي اسڪولن مان، مئٽرڪ پني عاقل ۽ ڪاليجي تعليم گهوٽڪيءَ مان حاصل ڪيائين. ننڍي هوندي ڪان ڪيس ادب سان چاهه هو. 1980ع ڪان ٻاراڻي ادب ۾ لکڻ جي شروعات ڪيائين. 1984ع ڪان عبرت مئگزين ۽ نئين زندگيءَ ۾ شاعري ڇپجندي رهيس. ٻارڙن جي تنظيم ساٿي ٻارڙا ۾ شموليت سان تنظيم سازيءَ جو ڏانءُ سکيو. 1986ع ڪان سنڌي ادبي سنگت پني عاقل شاخ سان وابسته آهي. صحافت دوران روزاني ڪوشش، عوامي آواز سميت ڪيترن اخبارن ۾ ڪم ڪيو اٿس. گذريل 10 سالن دوران سکر ۽ پني عاقل مان مختلف وقتن تي اخبارون ۽ رسالا جاري ڪيائين. هفتيوار "ڪشش"، "پنوعاقل ويوز"، "سهڻي سنڌ"، "آواز حق"، ۽ ماهي "چانورو" وغيره جو ايڊيٽر رهيو. سندس ڪلام غلام علي سنديلي، اعجاز ٻرڙي، توفيق عباس ۽ گل بخاري به ڳايو آهي. پني عاقل پريس ڪلب جو ڪيترا ڀيرا صدر ۽ جنرل سيڪريٽري رهي چڪو آهي. پريل دايي جو ٻارن جي شاعريءَ تي مشتمل ڪتاب 'ٻاتا جنين ٻول' ڇپيل آهي، جنهن تي ڪيس سنڌي ادبي سنگت مرڪز پاران ٻاراڻي ادب جو اوارڊ ۽ 2006ع ۾ ضلعي رابطا سيڪريٽري طور "مجتا اوارڊ" پڻ ڏنو ويو.



هو سنڌي ادبي سنگت پني عاقل جو سيڪريٽري ۽ ضلعي سکر جو رابطه سيڪريٽري به رهيو آهي.

**پريل فقير "پينار"**: پريل فقير ذات جو پيپل هو. سندس وڏا اصل ۾ رياست خيرپورميرس جا ويٺل هئا. سندس جنم ڳوٺ سدا واهه ۾ 1911ع ۾ ٿيو. پريل فقير جي پيءُ جو نالو ڇيڙ فقير هو. هو ديوان تاراچند جي خواهش تي 1918ع ۾ لڏي اچي "ٻيراڻي" شهر ۾ ويٺو. جتي 1919ع ۾ ڪيس پڙهڻ لاءِ اسڪول ۾ ويهاريو ويو. جتان هن 1927ع ۾ فائنل پاس ڪئي.

پريل فقير 1930ع ڪان درزڪو ڪم شروع ڪيو. هن ننڍپڻ ڪان ئي درويشن جي صحبت ۾ رهي فقيري رستو اختيار ڪيو. هو منٺار فقير راڄڙ جي معرفت مخدوم غلام محمد هالن واري جو مريد ٿيو. 1933ع ۾ سڄي هندستان جو سير ڪيائين. 1937ع ۾ ٻيراڻيءَ مان لڏي ڪپري پرسان ڳوٺ جلال راڄڙ ۾ اچي رهائش اختيار ڪيائين. ان ڪان پوءِ ڳاهن جي ڳوٺ ديهه اوڪر ۾ رهيو. 1941ع جو سال ڪپري شهر ۾ گذاريائين پر حُرن واري مارشل لا سبب وري اچي ٻيراڻي شهر ۾ ويٺو. جتي 1949ع ۾ وفات ڪيائين. سندس آخري آرامگاهه ڳوٺ ڪاٽي راڄڙ ۾ منٺار فقير راڄڙ جي مزار پرسان آهي.

پريل فقير جو پيءُ ڇيڙ فقير هڪ سٺو ڳائڻو هو. هن پنهنجي پيءُ ڪان ننڍي هوندي ڪان ڳائڻ جو فن سکيو. هن جو منٺار فقير سان بيحد قرب هو. ان ڪري ڪيس پنهنجو استاد مڃيندو هو. هن درويشن جي صحبت ۾ رهي فقيري اختيار ڪرڻ ڪانپوءِ جلد ئي شاعري شروع ڪئي. شاعريءَ ۾ تخلص "پينار" ۽ "پريل" ٻئي استعمال ڪندو هو. هن سنڌ جي گهڻن ئي نالي وارن اميرن ۽ پيرن جي سامهون پنهنجي فن جو مظاهرو ڪيائين. هن پنهنجي شاعري راڳ جي سُرن ۽ تار جي لحاظ ڪان ترتيب ڏني آهي. تنهنڪري سندس ڪلام ۾ ميناج آهي. سندس شاعريءَ ۾ نعتيه ڪلام، ڪافيون، بيت ۽ ٽيهه اکريون ملن ٿيون. ان ڪان سواءِ سرائيڪي، اردو ۽ هنديءَ ۾ به سندس ڪلام موجود آهي.

**پريم (رسالو)**: هيءُ ماهوار رسالو 1923ع ڪان نڪرڻ شروع ٿيو. جنهن جو ايڊيٽر ڪيولرام ڏيارام هو. هي رسالو بلوڻسڪي پريس پاران حيدرآباد ڪان نڪرندو هو.

هن نالي سان ٻيو ماهوار رسالو 1923ع ۾ جاري ٿيو. جنهن جو ايڊيٽر پوجراج لوڪو مل واڌواڻي هو. هي رسالو ست ڏريم مندر سوامي هيمراج چراڪاشي حيدرآباد پاران ڇپيو هو.

**پريم پارڪري/ پارو مل "پريمي"**: پارو مل پٽ پُرکو مل ڪولهي، 'پريم پارڪريءَ' جي نالي سان مشهور هو. هن آگسٽ 1929ع تي ٽنڊي جان محمد، تعلقي ڊگهڙيءَ ۾ جنم ورتو. 1949ع ۾ ورنيڪيولر فائنل ۽ 1968ع ۾ انٽر (پرائيويٽ) امتحان پاس ڪيائين. پرائمري ماستر رهيو ۽ پرائمري ماستر طور ئي رٽائر ڪيائين. سندس سڃاڻپ هڪ شاعر، فنڪار ۽ سياستدان طور آهي. بهتر ڪارڪردگيءَ سبب ڪيس انعام به مليا. سنڌالاجيءَ جي ميوزيم لاءِ ڪولهين ۽ ٿرجي ٻين ذاتين جا ثقافتي ڪپڙا ۽ ٿانوَ جمع ڪرائڻ سبب ڪيس تعريفي سرٽيفڪيٽ به مليو. ڪولهي برادريءَ ۽ پارڪر تي مضمون به لکيا اٿس، جيڪي 'جاڳرتا' رسالي ۾ ڇپيا.



سندس ٽي ڪتاب ڇپجي چڪا آهن، جن ۾ : 'لوڪ ساگر جا موتي'، 'لوڪ مالها جا موتي' ۽ 'سنگيت وديا' شامل آهن. ان کان علاوه تحقيقي ڪم سان به خاص دلچسپي رکندو هو. پراڻن کنڊرن تي گهولا، سڪا، ڪري پٿر گڏ ڪرڻ سندس ذوق ۾ شامل هوندو هو.

هو پاڪستان جي قومي اسيمبليءَ جو ميمبر به رهيو. 2006ع ۾ وفات ڪيائين ۽ سندس آخري رسمون ڪنريءَ ۾ ادا ڪيون ويون.

**پريم پتافي:** نوجوان شاعر پريم پتافيءَ جو اصل نالو عبدالرزاق ولد محمد يوسف ضلعي گهوٽڪيءَ ۾ 5 مئي 1969ع تي جنم ورتو. هن پرائمري تعليم ڳوٺ جي اسڪول مان حاصل ڪئي، جڏهن ته مئٽرڪ 1985ع ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ميرپور ماٿيلو مان ڪيائين. 1989ع کان ضلعي گهوٽڪيءَ جي مختلف پرائمري اسڪولن ۾ استاد طور خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو.



پريم پتافيءَ جو ڏاڏو مولانا عبدالرحمان "صنيائي" ۽ پڙ ڏاڏو مولانا بهاؤالدين "صنيائي" پنهنجي دور جا فارسي ۽ سنڌيءَ جا قادر الڪلام شاعر ٿي گذريا آهن. شايد خانداني ورثي پريم پتافيءَ کي به چڪ ڪئي ۽ هن 1992ع کان شاعري ڪرڻ شروع ڪئي، سندس شاعري ۽ ادبي مضمون سنڌ جي اڪثر ادبي رسالن، ٽماهي مهراڻ، سوجهري، ساجاهه، امرتا، پرک، نئين زندگي وغيره ۾ ڇپبي رهي ٿي، سندس شاعريءَ جو پهريون مجموعو "روشنيءَ جون اکيون"، رم جهم پبليڪيشن پاران 2010ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. جنهن جي ارپنا هن جديد سنڌي شاعريءَ جي ٿمورتي شيخ اياز، استاد بخاري ۽ امداد حسينيءَ جي نالي ڪئي آهي. سندس شاعريءَ تي هند ۾ غزل جي وڏي نالي واسديو موهيءَ جي مهاڳ ڪانسواءِ آشم ناٿن شاهي، اياز گل، بيخود بلوچ، مفتون ڪورائي، جميل سومرو ۽ شهنيلا علي جا تاثر پڻ لکيل آهن. سندس ڪتاب "منهنجو ادبي سفر" ۾ هن پنهنجي شاعريءَ جو پسمنظر پڻ بيان ڪيو آهي.

**پريم پتر** (رسالو): هي ماهوار رسالو جنوري 1918ع کان نڪرڻ شروع ٿيو. جڳت راءِ ايسرداس هن جو اعزازي سيڪريٽري هو هي رسالو حيدرآباد کان نڪرندو هو.

**پريم پرڪاش، ڊاڪٽر:** سنڌي ٻوليءَ جي هن نامياري شاعر ناٽڪ ڪار ۽ اديب جو اصل نالو پريم سنگهه سنت سنگهه ميلسنگهاڻي آهي. هن 2 آگسٽ 1946ع تي حيدرآباد، سنڌ ۾ جنم ورتو. بي. ايس. سي ۽ سنڌي ادب ۾ پي. ايڇ. ڊي آهي. سندس سڃاڻپ ليکڪ، شاعر، نقاد، اداڪار، هدايتڪار ۽ چترڪار طور آهي. سندس ڇپيل ڪتابن ۾: (1) پکنڪ (ٽه- فصلو ناٽڪ: 1974ع)، (2) ولين (ڪهاڻين جو مجموعو: 1977ع)، (3) مور چانڊي (ايڪانڪي ناٽڪ: 1979ع)، سنڌي ناٽڪ جي اوسر (پي. ايڇ. ڊي ٿيسز: 1983ع)، (4) ويهه ڪهاڻيون (1994ع)، (5) پڳت (ڪويتائون: 1998ع)، سنڌي ڪهاڻي (مقالا ۽ مضمون: 2010ع) ۽ نئين ڪويتا- رچناتمڪ اپياس (2010ع) شامل آهن.



هن ڪيترائي ڪتاب ترتيب ڏنا آهن. جهڙوڪ: (1) قدم (ناٽڪن جو مجموعو: 1975ع)، (2) پردا (ناٽڪن جو مجموعو: 1976ع)، (3) اٺ ننڍا ناٽڪ (1977ع) ۽ (4) "سنڌي ڪهاڻي، تبصرا ۽ جائزا" (ترتيب: 2009ع). ان کان سواءِ مختلف رسالن جهڙوڪ: "چوليون" ماهوار (1967- 1968ع) ۽ "ڪويتا" ٻماهي (1968- 1986ع) جو ايڊيٽر ۽ "رچنا" ٽماهيءَ جو مددگار ايڊيٽر رهيو آهي. ڊاڪٽر پريم پرڪاش 1976ع کان 2000ع تائين اداڪار طور 22 ۽ هدايتڪار طور 42 ايڪانڪي توڙي ٽه- فصلي ناٽڪن ۾ ڪم ڪيو آهي. هن ڪيترا ناٽڪ ٻين ٻولين مان پڻ ترجمو ڪري اسٽيج ڪيا آهن، جن ۾ ڪجهه اهم ناٽڪ: "واريءَ سندو ڪوٽ" (1980ع)، "جلوس" (1982ع)، "آشيانو" (1990ع)، "فرشتن جي دنيا"، "اوندهه جي دنيا"، "ماچيس ڪٿي آهي؟"، "سخت ڇهري وارو ماڻهو"، "جڏهن زنده" ۽ "هن جو ڊپ" وغيره آهن. آل انڊيا ريڊيو تي ليکڪ، اداڪار ۽ هدايتڪار جي حيثيت ۾ ڪيترا دفعا شرڪت ڪيائين. 'سنڌي ڊراما ورڪشاپ' جو بنياد وجهندڙ ۽ صدر آهي. "سنڌي ڊرامن جي پسمنظر ۽ تاريخ" تي بمبئي يونيورسٽيءَ مان پي. ايڇ. ڊي ڪيائين. کيس ڪيترائي اوارڊ به مليا جن ۾: (1) سينٽرل هندي ڊائريڪٽوريٽ طرفان "مورچا بندي" ڊرامي تي 1979ع ۾ اوارڊ، (2) اکل ڀارت سنڌي ٻولي ۽ ساهتيه سڀا پاران ڄمڻ پور ۾ ادبي مجتا اوارڊ (2000ع)، (3) گجرات سنڌي ساهتيه اڪيڊمي پاران گورَ پرسڪار (1999ع)، (4) "پڳت" ڪتاب تي ساهتيه اڪيڊمي دهليءَ پاران اوارڊ (2001ع)، (5) لائيف ٽائيم اچيومينٽ اوارڊ (جيڪو 199ع ۾ گجرات سنڌي ساهتيه اڪيڊمي، طرفان احمد آباد ۾ ڏنو ويو)، (6) "پڳت" ڪتاب تي دهلي ساهتيه اڪيڊمي دهلي طرفان 2009ع ۾ اوارڊ وغيره.

پريم پرڪاش نه رڳو سٺو ڊراما لکندڙ آهي، پر ڊرامن جو سٺو ڊائريڪٽر به آهي. پاڻ احمد آباد (ڀارت) هندستان ۾ رهي ٿو.

**پريم جي پياس (ڪتاب):** هن ڪتاب جو ليکڪ آتم آر. ڏاسوائيءَ آهي. ڊيمي سائيزواري هن ڪتاب ۾ 116 صفحا آهن ۽ قيمت ڏهه آنا آهي. هن ڪتاب راما ناول هائوس، مهاوير پريس، حيدرآباد مان ورهاڱي کان اڳ شايع ٿيو.

**پريم چند، منشي:** اردو ۽ هنديءَ جو مشهور ڪهاڻيڪار. منشي پريم چند 31 جولاءِ 1880ع ۾ بنارس کان چار ميل پري "لمحي" نالي ڳوٺ ۾ هڪ غريب ڪائسٿ خاندان جي گهر ۾ ٿيو. سندس اصلي نالو ڌنپت راءِ هو. جڏهن ته سندس والد جو نالو عجائب لال هو، جيڪو ڊاڪ منشي ٽپالي هو. هن جي ماءُ جو نالو آنندي ديوي هو، جيڪا هڪ سگهڙ عورت هئي. سندس ڏاڏو گرسهاءِ لعل ٽپيدار هو سندن ڪٽنب ڪافي وڏو هو پر وٽن رڳو 6 ويسا زمين هئي. پريم چند جو ننڍپڻ ڳوٺ ۾ گذريو. لمحي ڳوٺ ۾ ئي ابتدائي تعليم حاصل ڪيائين.



ڪجهه عرصو ڳوٺ جي مولويءَ وٽ فارسي ۽ اردو سکيو. پريم چند جڏهن اٺين درجي ۾ پڙهندو هو ته سندس ماءُ گذاري وئي. ٻن سالن کانپوءِ سندس پيءُ ٻي شادي ڪئي ۽ سندس زندگيءَ ۾ ماٽيلي ماءُ داخل ٿي. ماءُ جي گذاري وڃڻ کانپوءِ پريم چند جي زندگيءَ ۾ جيڪو خال پيدا ٿيو ان کي سندس ماٽيلي ماءُ پري نه سگهي.

1900ع ۾ بهرائچ جي سرڪاري ضلعي اسڪول ۾ نائب ماستر مقرر ٿيو ۽ سندس پگھار 20 روپيا هئي. ڪجهه مهينن کان پوءِ سندس بدلي پرتاب ڳڙهه ۾ ٿي، جتان وري کيس ماستريءَ جي ٽريننگ لاءِ الهه آباد موڪليو ويو. بعد ۾ کيس الهه آباد ماڊل اسڪول ۾ هيڊماستر مقرر ڪيو ويو. ان کانپوءِ کيس جلد ئي گورنمينٽ اسڪول ڪانپور ڏانهن موڪليو ويو. اهي سال سندس ادبي ميدان ۾ سِکيا جا سال هئا.

1901ع کان پريم چند جي ادبي زندگيءَ جي شروعات ٿي. ڪانپور ۾ رهندي هن جي رسالي ”زمانہ“ جي ايڊيٽر منشي ديا نارائڻ سان ويجهڙائي پيدا ٿي، جيڪو سندس زندگيءَ پر جو دوست ٿي رهيو. هن ملازمت دوران ننڍيون ننڍيون ڪهاڻيون نواب راءِ جي نالي سان لکيون. جڏهن سرڪار سندس ڪهاڻين جي ڪتاب ”سوز وطن“ کي ضبط ڪيو، ته هن نواب راءِ جو نقلي نالو ختم ڪري پريم چند جي قلمي نالي سان لکڻ شروع ڪيو.

پريم چند جو پهريون ناول ”اسرِ معابد“ بنارس جي هڪ اردو هفتيوار اخبار ”آواز خلق“ ۾ آڪٽوبر 1903ع کان وٺي فيبروري 1905ع تائين قسطن ۾ ڇپيو. هن ناول ۾ پنڊتن ۽ پروهتن جي ڪُڌن ڪمن جو مبالغي ڀريل بيان آهي. هن جو ٻيو ناول ”هم خرمہ و هم ثواب“ هنديءَ ۾ ”پريمہ“ جي سري هيٺ 1907ع ۾ انڊين پريس الهه آباد ۾ ڇپيو. جنهن تي ليکڪ جو نالو نواب راءِ بنارسي ڏنل آهي. هن ناول ذريعي پريم چند ڌرمي ڪٽرپڻي جي خلاف جدوجهد ڪئي آهي. سندس ٽيو اوائلي ناول ”ڪرشنا“ پڻ ساڳئي سال ڇپيو هو. پريم چند پهرين شادي 15 سالن جي عمر ۾ ڪئي، جيڪا پوري طرح ناڪامياب رهي. جڏهن ته سندس ٻي شادي ڪامياب رهي، جيڪا هن 1906ع ۾ هڪ بيواهه سان ڪئي.

مئي 1905ع کان جون 1909ع تائين هيءُ ڪانپور ۾ رهيو. هن سياسي سرگرمين ۾ بہ حصو ورتو ۽ ”زمانہ“ ۾ لکندو بہ رهيو. پريم چند تلڪ مهراج جو حامي هو ۽ سندس دوست ديا نارائڻ ”گوکلي“ ۽ ”سرفيروز شاهه“ جو حامي هو. ٻئي ڪانگريسي هئا.

پريم چند جي پهرين ڪهاڻي ”دنيا ڪا سب سي انمول رتن“ 1907ع ۾ شايع ٿي. سندس ڪهاڻين جو ڪتاب ”سوز وطن“ 1908ع ۾ شايع ٿيو هو، جيڪو بعد ۾ ضبط ٿيو هو. پريم چند سرڪاري نوڪري دوران ڪافي تڪليفون ڏٺيون ۽ بار بار نوڪري ڇڏڻ لاءِ آماده ٿيندو رهيو، پر معاشي مجبورين سبب نوڪري نہ ڇڏي سگهيو. هن پنهنجي ادبي زندگيءَ جي پهرين دور ۾ وچتر ۽ ڪرامتي ڪهاڻيون لکيون، پر پوءِ هن سماجي ۽ قومي مسئلن تي لکڻ شروع ڪيو. 1912ع ۾ هن جون نئون ناول ”جلوه آبشار“ نواب راءِ جي نالي سان ڇپيو، جيڪو بعد ۾ هنديءَ ۾ ”وردان“ جي نالي سان شايع ٿيو هو. 18 آگسٽ 1916ع تي هيءُ گورک پور ۾ ”نارمل اسڪول“ ۾ نائب مقرر ٿيو جتي هاسٽل جو سپرنٽينڊنٽ پڻ ٿيو. هن ان دوران شيخ سعديءَ تي هڪ ننڍو ڪتاب لکيائين ۽ ٽالسٽاءِ جون ننڍيون ڪهاڻيون هنديءَ ۾ ترجمو ڪيون ۽ هنديءَ بہ پريم پچيسيءَ جون ڪهاڻيون آنديائين. سندس هندي ڪهاڻين جو پهريون مجموعو ”پست سورج“ جي نالي سان شايع ٿيو هن جي ٻين ناولن ۾: (1) ”سيوا سون“، (2) ”گوشہ عافيت“ ناول هن 1918ع ۽ 1920ع ڌاري لکيا. هن جي ڪهاڻين جو مجموعو ”بازارِ حُسن“ تمام مشهور آهي.

هن مهاتما گانڌيءَ جي ستياگرهه هلچل کان متاثر ٿي، 15 فيبروري 1921ع تي سرڪاري نوڪريءَ تان استعيفا ڏني. هيءُ گانڌي واري ويچارن جي پرچار ڪندو رهيو. ڪجهه وقت لاءِ بنارس ۽ لمحي ۾ وچي رهيو پر ماٽيجي ماءُ ۽ زال جي جهڳڙن جي ڪري ڪانپور ۾ مارواڙي اسڪول ۾ هيڊ ماستري اچي ڪيائين. پر اتان بہ 22 فيبروري 1922ع ۾ استيعفا ڏئي بنارس واپس آيو اتي ”مرياده مخزن“ ڪڍڻ ۾ مدد ڪندو هو ۽ ”آج“ اخبار لاءِ لکندو هو هن ڪيترا ناٽڪل لکيا، جن ۾ ”سنگرام ۽ ڪربلا“ اهم آهن. منشي پريم چند قومي آزادي، هندو مسلم اتحاد ۽ غريب طبقي جو حامي هو.

هندي ۽ اردو ناول نويسين ۾ پريم چند جو مقام نهايت اوچو آهي. هن پنهنجن ٻارنهن ناولن ۽ ٽي سؤ ڪهاڻين لاءِ ڪچو مال ”ڪننڊ پارٽ“ جي زندگيءَ مان ورتو. سندس ناولن ۽ ڪهاڻين ۾ پارٽ جي هارين جي دردناڪ حالتن جي عڪاسي ڪيل آهي. هن ٽالسٽاءِ، گالسوردي، سعدي، موپاسان کي هنديءَ ۾ ترجمو ڪيو. گورڪيءَ کان متاثر هو ۽ کيس هنديءَ جو گورڪي سڏيندا هئا.

پريم چند ڌرتيءَ جو سچو سپوت هو. ابتدا ۾ گانڌيءَ جو حامي هو ۽ آخري زندگيءَ ۾ نهرو جي ويجهو رهيو. هن جي سوچ غير فرقيوارانہ هئي. ترقي پسند اردو اديبن، هن جي لکڻين مان وڏو اتساهه پرايو. هنديءَ ۾ سماجي ۽ سياسي ناولن جو جنم داتا هو. هن 1936ع ۾ وفات ڪئي.

**پريم ساگر** (ڪتاب): هي ڪتاب فقير غلام علي مسرور بدويءَ جي سرائيڪي، اردو، هندي ۽ فارسي ڪلام جو مجموعو آهي، جيڪو سندس لائق فرزند بيدل مسرور بدوي ترتيب ۽ تحقيق سان مسرور پبليڪيشن ڪراچيءَ پاران جولاءِ 2005ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. ڪتاب جو انتساب سنڌ جي ”ان ولي الله، پاڪباز مالڪ، بحر فيض مرشد راهه هدايت شهنشاهه فقير حضرت قادر بخش بيدل جي نالي ڪندي بيدل مسرور اظهار ڪيو آهي ته فقير سائينءَ جو سايہ عاطفت گلشن مسرور تي سدائين قائم ۽ دائم رهيو آهي. ڪتاب جو




پيش لفظ ۽ مقدمو بيدل مسرور جديد تحقيقي انداز ۾ لکيو آهي. مقدمي ۾ فقير غلام علي مسرور بدويءَ جي حسب نسب، ولادت، تعليم ۽ تربيت، ازواجي زندگي ملازمت، ذوق ۽ شوق، صورت ۽ سيرت، سماع، فيض طريقت، فقير قادر بخش بيدل سان نسبت، ڪلام، تصنيفون، وصال، ادبي خدمتن، خاندان تي اثر جو تفصيلي ذڪر ڪيو ويو آهي. فقير غلام علي مسرور جي سرائيڪي ڪلام ۾ مثمن، منقبتون، مدح، بيت، وايون، ڪافيون، سہ حرفيون ۽ قيامت نامو ڏنل آهي ۽ هڪ غزل بہ شامل آهي، سندس هندي ڪلام ۾ شلوڪ، شبد، پريم واڻي، رسوائي، آتمواڻي، ڀڄن، هولي ۽ ريختہ شامل آهن. فقير صاحب فارسي غزلن ۽ مناجاتن واري حصي جو نالو قلقل، عندليب رکيو آهي. هن 192 صفحن جي ڊيمي سائيز ڪتاب جي قيمت 150 روپيا رکي وئي آهي.

**پريم شِواڻي**: پريم شواڻيءَ ٿرپارڪر ضلعي جي مٺي شهر جي ويجهو ڳوٺ ”مالٺهور ويڙا“ ۾ پهرين جنوري 1945ع تي جنم ورتو. سندس پيءُ جو نالو ڀيڳوجي سوڍهڙ آهي. پريم شِواڻي اوائلي تعليم اباڻي ڳوٺ مالٺهور ويڙا ۾

ورتي. مئٽرڪ هاءِ اسڪول مٺيءَ مان، انٽر (پرائيويٽ) ٽنڊي جان محمد ڪاليج مان ۽ بي. اي، ڊي. ٽي. سي (ڊپلوما ان ٽيچنگ سرٽيفڪيٽ) ۽ بي. ايڊ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪيائين. پريم شِواڻي ڪجهه وقت لاءِ اسسٽنٽ ڊائريڪٽر لوڪل گورنمينٽ سانگهڙ جي آفيس ۾ ڪلارڪ ٿي رهيو ۽ 1965ع ۾ ڊرائنگ ٽيچر بڻيو. 1970ع ڌاري ڊي. ٽي ڪورس جو امتحان فرسٽ ڪلاس ۾ گورنمينٽ ٽريننگ ڪاليج سانگهڙ مان پاس ڪيائين. پريم شواڻي شاعر، صحافي، ناول نويس ۽ چترڪار آهي. هن لکڻ جي شروعات 1964ع ڌاري روزاني مهراڻ ۾ ٻارن جي صفحي ۾ لکڻ سان ڪئي. بعد ۾ هن ٻه ناول لکيا: "سورن سندو سات" جيڪو 1968ع ۾ ڇپيو ۽ ٻيو "زندگيءَ جو زهر" جيڪو اڻ ڇپيل آهي. 1985ع ڌاري شاعري شروع ڪيائين. پريم جي شاعريءَ ۾ ٿر جي زندگي، مفلسي ۽ محبت سمايل آهي. پريم شواڻي سٺو مصور به آهي. کيس 1970ع ۾ بهترين مصور جو اوارڊ مليو. رٽائرمينٽ کان پوءِ صحافت شروع ڪيائين. هن وقت ضلعي ٿرپارڪر ۾ روزاني انگريزي اخبار DAWN جو بيورو چيف ۽ مٺي پريس ڪلب جو سيڪريٽري به آهي. سندس پٽ پيارو شواڻي به نوجوان شاعر ۽ اديب آهي.



**پريم ڦلواري** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب نماڻي چتر پيج جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 109 صفحا آهن ۽ قيمت اٺ آنا آهي. ڇاپو پهريون، هيمراج پرنٽنگ پريس، سکر مان سال 1947ع ۾ ڇپايو.

**پريملاڻي**: هندن جي هڪ آکهه. هي سيٺ پريمل جو اولاد آهن. هاسو مل ڪلاچند، ناميارو وڪيل هن کيڙ مان هو.

**پريم مالا** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ڪوڙيمل ڪلناڻيءَ جو لکيل آهي، جنهن جي قيمت 6 پايون ڇاٽايل آهي. قيصريہ پريس حيدرآباد، سال 1900ع ۾ ڇپايو. هن نالي سان ٻيو هڪ ڪتاب واڌومل ڀهلاج رام آڏواڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 108 صفحا آهن. ڇاپو پهريون، ليڪ ڪوهِ نُور پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1937ع ۾ ڇپايو.

**'پريمي' موهن لعل**: موهن لعل 'پريمي' ولد ڪنيا لعل جو جنم ڏوڪري شهر ضلعي لاڙڪاڻي ۾ پهرين جنوري 1963ع تي ٿيو. سندس تعليم ايم. اي (اردو) ۽ ايم. فل (اردو) آهي. گورنمينٽ سائنس ڪاليج ڏوڪريءَ ۾ اسسٽنٽ پروفيسر طور ڪم ڪري رهيو آهي. 100 کن تحقيقي مقالا مختلف رسالن ۾ ڇپيا اٿس. سچل سرمست جي اردو شاعريءَ تي ايم. فل ڪئي اٿس. شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور ۾ پي. ايڇ. ڊي ڪري رهيو آهي. "سچل سرمست ڪِي اردو شاعري" (2004ع) ڪتاب ڇپيل اٿس، جڏهن ته (1) سچل سرمست ڪِي اردو اور فارسي شاعري، (2) ادبي گل (چونڊ مقالا) ۽ (3) شاهه ۽ سچل (ترتيب) ڇپائيءَ هيٺ اٿس.



**پرينءَ جو پار** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب حڪيم محمد احسن جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 272 صفحا آهن ۽ قيمت ٽي رپيا لکيل آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو ليڪ، وفائي پريس ڪراچيءَ مان سال 1961ع ۾ ڇپايو.

**پرين جي پچار** (ڪتاب): هن ڪتاب جو مصنف محمد موسيٰ ڀٽو آهي، هي ڪتاب ٽن حصن ۾ ورهايل آهي، ڪتاب ۾ شامل مواد سنڌي مسلمانن جي بنيادي ماخذ روزاني 'الوحيد'، 'مسلمان، 'الامين' ۽ ٻين رسالن مان ورتل آهي، ٻين ذريعن مان پڻ واقعن جي ڇنڊڇاڻ ڪري شخصيت جي حوالي سان ماضي قريب جي تاريخ مرتب ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. ڪتاب جي پهرين حصي ۾ سنڌ جي ڇهَن شخصيتن ڪي سهيڙيو ويو آهي، جن ۾ حسن علي آفندي، مولانا تاج محمود امروٽي، جان محمد جوڻيجو، شيخ عبدالمجيد سنڌي شامل آهن. هن ڪتاب جي ٽئين حصي ۾ رئيس غلام محمد ڀرڳڙي، نور محمد وڪيل، مير غلام محمد ٽالپر، مولانا شفيع محمد نظاماڻي، مير نور حسين ٽالپر، مولانا خير محمد نظاماڻي، مولانا جان محمد ڀٽو شامل آهن. پهريون حصو 183 صفحن تي مشتمل آهي ، جنهن جي قيمت 120 روپيا آهي، هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1982ع ۾ ۽ ٻيو ڇاپو 1989ع ۾ سنڌ نيشنل اڪيڊمي حيدرآباد مان ڇپجي پڌرو ٿيو.



**پرين هَن پار** (ڪتاب): هي ناميارِي ڪهاڻيڪار ڊاڪٽر اسحاق انصاريءَ جو سفرنامو آهي، جنهن ۾ هن اسپين، هانگ ڪانگ، بالي، چائنا، ڪوريا، سينگاپور ۽ ٿائيلينڊ جي سفر تي مشتمل يادون بيان ڪيون آهن. هن ڪتاب جو مهاڳ نامور سفرنامہ نويس الطاف شيخ لکيو آهي. هي ڪتاب انيس انصاري اڪيڊمي، لاڙڪاڻي پاران 2008ع ۾ شايع ٿيو. ڪچي جلد ۾ 200 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 160 روپيا آهي.



**پريو**: هڪ قسم جي خوشبودار ٻوٽي آهي، جيڪا خوشبوءِ لاءِ پسارڪي وڪر طور ڪم ايندي آهي. هن جا اڇن ٽڪن سان ڪارا پن، خوشبودار ٿيندا آهن، جيڪي دل ۽ دماغ کي فرحت ڏين ٿا. هي حڪيمن جي استعمال ۾ اچي ٿو. انهن جو چوڻ آهي ته رت گهاٽو ٿي وڃي ته ان کي صفا ڪرڻ لاءِ، مٿي جي سور، رحم جي ڦاٽي پوڻ جي حالت ۾ گرميءَ جي سوڄ، سنڌن جي سور، چيلهه جي سور، ڦٽن، وات جي بدبوءِ، اکين ۽ مٿاني جي بيمارين ۾ مفيد آهي. هن جو تاثر گرم ۽ خشڪ آهي.

**پريوگ**: گرامر جو اصطلاح، علم نحو موجب فعل جي اها حالت، جنهن مان خبر پوي ته فعل، فاعل سان ٿو مٽجي يا مفعول سان، يا نڪي فاعل سان ٿو مٽجي ۽ نڪي مفعول سان، پر بلڪل آزاد آهي. فعل جي انهيءَ حالت کي پريوگ چئجي ٿو پريوگ جا ٽي قسم آهن: ڪرتري پريوگ، ڪرمڻي پريوگ ۽ ڀاوي پريوگ. مثال طور: (1) ڪو به فعل جڏهن پنهنجي فاعل پٽاندر عدد، جنس ۽ حالت ۾ مٽجي، تڏهن ان جو پريوگ "ڪرتري" چئبو.

مثال طور: گهوڙو ڊوڙي ٿو

گهوڙا ڊوڙن ٿا (عدد)

گهوڙي ڊوڙي ٿي

گهوڙيون ڊوڙن ٿيون (جنس)

(2) ڪو به فعل جڏهن پنهنجي اصلوڪي مفعول پٺاندر عدد، جنس ۽ حالت ۾ مٽجي، تڏهن ان جو پريوگ 'ڪرمڻي' چئجي ٿو جيئن:

نوڪر دلي ڀڳي
نوڪر دليون ڀڳيون (جنس)
هن دلو ڀڳو
هن دلا ڀڳا

هتي فعل مفعول پٺاندر عدد ۽ جنس ۾ مٽجي ٿو تنهنڪري هيءَ 'ڪرمڻي پريوگ' چئبو.

(3) ڪو به فعل جڏهن نڪي فاعل، نڪي مفعول پٺاندر عدد ۽ جنس ۾ مٽجي، پر سيني هنڌن تي ضمير، واحد، غائب مذڪر جي صورت ۾ بيٺو هجي، تڏهن ان فعل کي 'ڀاوي پريوگ' چئبو آهي. مثال طور:

پينگهي ۾ لڏجي ٿو.
پينگهي ۾ لڏبو آهي.

هن پريوگ ۾ فعل پنهنجو سُڀاءُ يا ذاتي حالت ڏيکاري ٿو.

**پريو مري:** ضلعي خيرپور جي تعلقي فيض گنج ۾ هڪ ديهه جو نالو آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پريو مري، خدا بخش ٻگهڙ، محبت خان مري، جمعو خان مري، ڪوٽ لالو ولي محمد اسلامي، ناظم الدين مري، ڇٽو خاصخيلي، يارمحمد مري، حاجي خدابخش، حسين بخش، رئيس رڪيل خان، محمد يوسف شر، ننگرخان مري، پيربخش ماڇي، ڏٽي بخش ماڇي، منشي خورشيد ۽ ڪريم بخش ماڇي.

**پڙ**[1]: سنڌي ٻوليءَ ۾ امام بارگاهه يا امام باڙه کي پڙ چيو ويندو آهي. پڙ اها مقدس جاءِ آهي جتي حضرت امام حسين عليه السّلام ۽ شهداءِ ڪربلا جي عزاداري ڪئي وڃي، جامع سنڌي لغات ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب پڙ جي معنيٰ: "اهو هنڌ جتي علم پاڪ لڳل هجي ۽ محرم الحرام ۾ ماتم ڪيو وڃي، امام جو پڙ جتي ذوالجناح، سيجون، تابوت، تعزيه ۽ پينگهو پڻ رکيل هجن" لکي آهي. چون ٿا ته سڀ کان پهرين پڙ قائم ڪري عزاداري جناب بيبي زينب سلام الله عليها ڪئي، حضرت امام حسين عليه السّلام ۽ سندن انصارن جي شهادت کان پوءِ اهلبيت کي گرفتار ڪيو ويو ۽ جڏهن اهي بيبيون يزيد جي قيد مان آزاد ٿيون ته سڌيون ڪربلا حضرت امام حسين عليه السّلام جي روضي تي آيون، جڏهن اهو لٽيل قافلو جنهن جو سربراهه حضرت امام زين العابدين علي ابن الحسين عليه السّلام هو قافلي سميت ڪربلا پهتو ته امام حسين عليه السّلام جي مزار تي هڪ بزرگ کي تمام گهڻو روئيندي ڏٺائين، پڇا ڪرڻ تي خبر پئي ته اهو حضور اڪرم صلعم جن جو پيارو اصحابي جابر بن عبدالله الانصاري آهي، امام زين العابدين عليه السّلام حضرت جابر بن عبدالله جي غلام بشير کي چيو ته چاچا جابر کي چئو ته هاڻي امام حسين جي مزار تي بيبيون آل رسول صلعم اينديون، جڏهن اها خبر حضرت جابر عبدالله کي پئي تڏهن هن پنهنجي غلام بشير کي چيو ته: اي بشير! مون کي هتان کان ايترو پري وٺي هل، جو اسين هنن پاڪ بيبين جي روئڻ ۽ پٽڻ جو آواز به نه ٻڌي سگهون، سڀ کان پهرين مجلس ڪربلا ۾ شهيدن جي مزارن تي بيبي زينب عليه السّلام ۽ حضرت امام زين العابدين عليه السّلام ڪئي، اها مجلس 20 صفر المظفر 62 هه تي ٿي ۽ لڳاتار ٽي ڏينهن ۽ ٽي راتيون جاري رهي، هن مجلس ۾ بيبي زينب سلام الله عليها، بيبي ام ڪلثوم سلام الله عليها ۽ حضرت امام زين العابدين عليه السّلام عربيءَ ٻوليءَ ۾ دردناڪ مرثيا پئي پڙهيا، اهي مرثيا مستند تاريخ ڪربلا جي ڪتابن ۾ موجود آهن.



محرم الحرام ۾ نڪتل پڙ

بهرحال پڙن ۽ عزاداري جو بنياد اتان کان شروع ٿيو ۽ پوءِ اهو رواج سڄي دنيا ۾ عام ٿي ويو سنڌ ۾ ڪافي تعداد ۾ پڙ موجود آهن ۽ خصوصاً ٽالپرن جي دور ۾ حيدرآباد ۾ جن علائقن ۾ پڙ موجود هئا، اهي پڙ جي نالي سان مشهور ٿيا. مثلاً فقير جو پڙ (جتان مير فتح علي خان ٽالپر جي دور ۾ تعزيي جو جلوس نڪرندو هو) واڍن جو پڙ، نهال شاهه جو پڙ، مرزائن جو پڙ، ڪورين جو پڙ، روشن جو پڙ، دادن شاهه جو پڙ، ايلچي ڪاٽ جو پڙ ۽ بزگرن جو پڙ وغيره. ان کان سواءِ روهڙي، خيرپور ۽ ٻين هنڌن جا پڙ به مشهور آهن.

**پڙ**[2]: اها ايراضي، جنهن تان نار، هرلي يا گهاڻي ۾ ٻڌل اُٺ يا ٻيو ڪو وهٽ ڦري، ان کي به پڙ چئبو. جوئا جي ٽڪريءَ کي وري 'پڙ' يا 'پڙي' چئبو آهي. ڪنهن وڏي ميدان کي ۽ جنگ جي ميدان کي به پڙ چوندا آهن.

**پڙ**[3]: ڪن مخصوص موسمي حالتن ۾ چنڊ جي چوڌاري ٺهيل حلقو جنهن کي ادب ۾ 'هالو' به چوندا آهن.

**پڙاڏو** (Echo): آواز جي موٽ واري گونج کي پڙاڏو چئبو آهي. جڏهن آواز ڪنهن ويجهي شيءِ سان ٽڪرجندو ته اهو جلد موٽ ڪائي اسان جي ڪنن تائين پهچندو، ان ڪري پڙاڏو ٻڌڻ ۾ نه ايندو، پر جيڪڏهن آواز کي ٽڪرائڻ کان پوءِ موٽائيندڙ شيءِ گهڻو پري هوندي ته پڙاڏو ٻڌڻ ۾ ڪجهه وقت لڳي ٿو.

شاهه لطيف جو بيت آهي ته:

پڙاڏو سو سڏ، ور وائيءَ جو جي لهين،
هئا اڳهين گڏ، ٻڌڻ ۾ ٻه ٿيا.

يعني 'پڙاڏو' ۽ 'سڏ' هڪ ئي ساڳي ڳالهه آهن، ڇاڪاڻ ته پڙاڏو انهيءَ ساڳئي سڏ جي ورندڙ گونج آهي. اردو/ فارسيءَ ۾ ان کي 'بازگشت' چئبو آهي.




**پڙاڏو سوئي سڏ (ناول):** هي ناول سنڌ جي نامور صحافي ۽ ناول نگار سراج ميمڻ جو لکيل آهي، مصنف 'هڪ لفظ' ۾ ڄاڻائي ٿو ته: "سنڌ جي تاريخ هونئن ته هر مظلوم قوم جي تاريخ وانگر ظلم جي داستانن سان ڀري پيئي آهي، پر ان تاريخ ۾ ترخانن جو دؤر سنڌ جي ماضيءَ جو بدترين دؤر آهي، جڏهن شاهه بيگ ارغون سنڌ تي قبضو ڄمايو تڏهن هن ايترا ته ظلم ڪيا، جو ڪنهن شاعر ان وقت جي حملي

جي تاريخ 'خرابي سنڌ' مان ڪيدي هئي، ترخانن ۾ مرزا باقي ترخان جو دؤر سڀ کان اونداهو ۽ سڀ کان روشن دؤر آهي، سڀ کان اونداهو ان ڪري جو هن کان وڌيڪ ظالم ٻيو حاڪم نه ٿيو ۽ سڀ کان روشن ان ڪري جو ان ظلم خلاف سنڌي قوم منظم ٿي بغاوت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، سنڌ جي تاريخن ۾ ان بغاوت جي يڪي ۽ سربستي ڪهاڻي لکيل ڪانهي، پر مختلف تاريخن ۾ مختلف شاعرن جي شعرن ۾ ننڍا ننڍا واقعا بيان ٿيل آهن، جن ۾ مون کي هڪ عظيم سلسلو ٿو نظر اچي، انهن ئي واقعن جي هيءَ ڪهاڻي آهي، مرزا باقيءَ جي ظلمن جي رد عمل طور سنڌين ڪئين بغاوتون ڪيون، جن جو هڪ مقصد هو هڪ آدرش هو ان آدرش کي اجاگر ڪرڻ لاءِ ئي مون ان کي ناول جي صورت ڏني آهي".

سراج ميمڻ جو هي ناول ترخانن جي ظلمن جي عڪاسي ڪري ٿو. هن ناول جو پهريون (1970ع) ۽ ٻيو (1981ع) ۾ ڇاپو زيب ادبي مرڪز طرفان شايع ٿيو ۽ ٽيون (1988ع)، چوٿون (1989ع)، پنجون (1995ع) ۽ ڇهون (2004ع) ۾ نيو فيلڊز پبليڪيشن طرفان شايع ٿي چڪو آهي، جيڪو ڊيمي سائيز جي 246 صفحن تي مشتمل آهي.

**پڙانگ سڳداسي:** سارين جو هڪ قسم آهي، سڳداسي چانورن جي هڪ جنس، ڪانگڙي جي عام رنگ جون ساريون، جن جا چانور سائيري رنگ جا هوندا آهن، ڪائڻ ۾ تمام سٺا آهن، خاص ڪري پلاءُ يا برياني ۾ وڌيڪ لذيذ ٿيندا آهن. پڙانگ سڳداسي سارين کان ڳاڙهن سڳداسي چانورن جون ساريون دادو ضلعي ۾ وڌيڪ ٿين ٿيون، پر پڙانگ ڪائڻ ۾ ڳاڙهن سڳداسي چانورن کان وڌيڪ لذيذ آهن.

**پڙائي خوجا:** خواجه جماعت جو هڪ فرقو اهي اثناعشري خواجه، جيڪي سر آغا خان جي مريدي ڇڏي اثناعشري بڻجي ويا (**تفصيل لاءِ ڏسو: آغاخاني**).

**پڙ ڄج:** شاديءَ جي هڪ رسم، جنهن موجب جڏهن گهوٽيتا ڄج وٺي ڪنواريتن ڏانهن اچن ته ڪنواريتا مذاق خاطر ڳوٺ کان ٻاهر اچي، لٺيون کڻي گهوٽيتن کي گهٽ وڌ ڳالهائين ۽ وڙهڻ لاءِ هوڪارين، ٻنهي ڌرين ۾ مصنوعي جنگ ٿئي، پوءِ پاڻ ۾ گڏجي کل مسخريون ڪندا هڪ ٻئي جي آجيان ڪندا آهن. اها رسم سنڌ ۾ اڃا به ڪن ڪن هنڌن تي ٿيندي آهي. اها رسم سنڌ ۾ ڪنهن آڳاٽي واقعي جو پڙاڏو لڳي ٿي.

**پَڙو:** ڪپڙي مان ٺهيل پوشاڪ جو نمونو پڙو گهڻو ڪري ٿرپارڪر جون هندو توڙي مسلمان عورتون سٿڻ جي بدلي پائين ٿيون. ڪي ورهيه اڳ پڙي جو لاڙ ۽ وچ سنڌ ۾ به گهڻو رواج هو شاديءَ رات ڪنوار کي پڙو ۽ ڪنجري پارائي ويندي هئي، گهر کان ٻاهر نڪرڻ مهل پڙو پائي نڪرڻيءَ، اجرڪ يا وڏي گنديءَ جي اڪڙي ڪڍي نڪربو هو اهو شرفا جو رواج هو جتي عورتون پنهنجي ويڙهي، پاڙي يا حويليءَ کان ٻاهر وڃڻ مهل اڳ ۾ پاتل ڪپڙن جي مٿان پڙو پائي مٿان گنديءَ سان اڪڙي ڪڍي هلنديون هيون. ڀيل، باگڙي، اوڏ، ميگهواڙ ذاتين جون عورتون، عام طور پڙو پائين، راجستان ۽ ڪڇ ۾ ان کي 'گاگهرو' به چون. هي لباس عام طور لاڙ ۾ پائين، پڙو سٿڻ کان ڏهن ميٽرن جي ڪپڙي مان ٺهي ٿو ڪي سادا پڙا هوندا آهن، پر ڪن تي ڄَر جو ڪم به ٿيل هوندو آهي ته ڪنوارن جي لاءِ ٺهيل پڙن تي ٽڪن ۽ زريءَ مڙهي پرت پربو ويندو آهي.

**پِڙو:** شاديءَ جي هڪ رسم، جنهن ۾ گهوٽيتن پاران ڪنوار لاءِ ڪاڏي جو سامان، ڳهه ڳٺا، ڪپڙا ۽ سينگار جو سامان ڏنو ويندو آهي. ان کي 'پِڙو' چئبو آهي. ونواهه ۽ وهانءُ جو پڙو ڌار ڌار ٿيندو آهي. ونواهه جي پڙي ۾ اڪيهه ونواهه جو وڳو، سڪو ميوو، تازو ميوو، سُرها وکر، لؤنگ، ڦوٽا، پتاشا يا نباتون، تيل، گهه، مهلب، چنڻ، ڪيسو ڦل، مساڳ، ڪجل، سرمو پيئي ۽ ميندي ۽ پوءِ پوڳهڙي لاءِ مصري، ڏارو ۽ ڪؤنر وغيره هوندو آهي. وهانءَ جي پڙي ۾، ڳهه، وهانءُ جو وڳو ۽ ٻيا وڳا، سُرهو هار، چوڙيون، چوٽيون، ٽوال، گنجيون ۽ اڳٺ وغيره ڏنا ويندا آهن. پڙو ڏيڻ لاءِ، وڃڻ کان اڳ دهلن ۽ شرناين سان راڄ ۾ پڙو گهمائبو آهي ۽ پوءِ ڳائي وڄائي پڙو ڏيندا آهن. وهانءَ جو پڙو راڄ جي عورتن کي به ڏيکاريو ويندو آهي. انهيءَ موقعي تي گهوٽيتيون ڪنوار جي پڙي جا ڳيچ چونديون آهن. ڪنواريتا وري گهوٽيتن جي پڙي جا ڳيچ به چوندا آهن. هي ڳيچ ڪنواريتن کي گهوٽيتن جي پهچڻ جو جڻ ته اطلاع هوندو آهي. مثال طور:

دهلن ساڻ پڙو ابل! تنهنجي ماءُ سنياليو!
1. پلي آيو سرهو ساٽ سهڻل گهوٽ جو
سرهيءَ واٽ مٿان ادل پير ورايو
2. اٿي جاڳ جيجل! اٿي ٻول مٺل!
اڄ تو گهر سوڍل آيو

**پڙوا:** هندُن جي وڪرمي سنبت (ڪئلينڊر) مطابق هر مهيني جي پهرين ۽ سورهين تِٿ. هڪ مهيني ۾ ڪل ٽيهه تِٿيون هونديون آهن، جن مان 15 سهائيون ۽ 15 اونداهيون تٿون سڏبيون آهن. ان ڪري پڙوا، مهيني ۾ ٻه دفعا ايندي آهي.

**پَڙوال:** اکين جي هڪ بيماري، جنهن ۾ اک جي ڇپر جي اندرئين پاسي وار ڄمي پوندا آهن. انهن جي چُڀڪار سبب اکيون چنجهيون ٿي وينديون آهن.

**پڙهائڻ جا طريقا** (ڪتاب): هي ڪتاب سي- ٽي ڪلاسن لاءِ لکيو ويو آهي، هن ڪتاب جا ليکڪ محمد سليم الحق، بشير احمد ملڪ، صديق الغني آهن، هن ڪتاب جي ليکڪن ڪوشش ڪئي آهي ته گهربل مواد مناسب انداز ۾ پڙهندڙن جي مطالعي ۾ اچي، ان خيالن سان نصاب جي مواد ۾ ڪجهه واڌارو ڪيو ويو آهي، ڪتاب جي سموري مواد ۽ موضوعن کي ڏهن حصن ۾ ورهايو ويو آهي، ابتدا ۾ ترقي يافتا ملڪن جي مڃيل تعليمي ماهرن جي حوالن سان تعليم جي نون نظرين ۽ مقصدن کي بيان ڪرڻ سان گڏوگڏ اسلامي نقطهٔ نظر سان انهيءَ باب ۾ جيڪي انقلابي صورتون پيدا ٿين ٿيون، انهن کي به اجاگر ڪيو ويو آهي. پڙهائڻ جو فن ۽ ان جا مستند اصول ڇهين باب ۾ بحث هيٺ آندا ويا آهن، تعليم جي جديد وسيلن ۽ سمعي و بصري مددي مشين ۽ اوزارن لاءِ ٻه باب رکيا ويا آهن، 822 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 15.50 روپيا آهي، هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو مارچ 1986ع ۾ سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ ڇپائي پڌرو ڪيو




**پَڙهو:** اهو اعلان، جيڪو دهل وڄائي ڪبو آهي، ان کي 'ڍنڍورو' به چوندا آهن. گذريل وقت ۾ بادشاهي فرمان يا حڪم کي عام ماڻهن تائين پهچائڻ يا واقف ڪرڻ لاءِ 'پڙهي ڏيڻ وارا' ماڻهو هر هڪ شهر ۽ ڳوٺ ۾ مقرر ٿيل هوندا هئا. پهرين دهل وڄائي ماڻهن کي هڪ هنڌ گڏ ڪندا هئا، پوءِ اعلان يا

حڪم زباني ٻڌائيندا هئا. گاديءَ واري مکيه شهر ۾ جنسي حڪم يا اعلان پڙهي ٻڌايو ويندو هو. اهڙي طرح هر هڪ شهر جي انتظاميا به انهيءَ نموني احڪام پڌرا ڪندي هئي. لائوڊن جي استعمال کان اڳ 'پڙهڻ' جو رواج هو ملاڪڙي جو به 'پڙهو' ڏبو آهي. اجا به ڪٿي ڪٿي اهو رواج آهي.

**پڙهيا:** اهي شيون، جن تي ڪي ٽوٽا ڦيڻا يا ڪامڻ ڪيل هجن: مثال طور ڪاري سُٽ جو ڌاڳو، تعويذ، پليتا، پڙهيل پاڻي، وار، هٿن جا ننهن وغيره. پڙهيا خاص ڪري وارن، هٿن پيرن جي ننهن تي ڪيا ويندا آهن. مت موڙهل ماڻهن ۾ ويساهه آهي ته اهي پڙهيا، پوءِ ٽوٽڻ ڦيٽڻ ۽ ڪنهن قرباني ڏيڻ کان پوءِ لهندا. انهن کي سنڌ جي سماجي ارتقا ۾ جهالت ۽ اڻڄاڻائيءَ جي اهڃاڻ طور شمار ڪري سگهجي ٿو جنهن کي تعليم ۽ شعور ذريعي سماج رد ڪري چڪو آهي.

**پڙهيارو:** ضلعي ميرپورخاص، تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو آهي، جنهن ۾ 'محمد چاچڙ'، 'حاجي پورو پلي' ۽ 'مهراڻ پلي' ڳوٺ شامل آهن.

**پڙي:** اها مقرر جاءِ جتي ڪر گهوڙيو (بڪاري، وغيره) ويهي واپار ڪري. ڳاڏين بيهڻ جي مقرر جاءِ چوپائي مال جي وڪري جي پڙي. سنڌ جي ڪيترن ئي شهرن ۾ پڙيون لڳنديون آهن. جتي هر قسم جي چوپائي مال- ٻڪرين، رڍن، ڳئن، مينهن، اٺن، گهوڙن وغيره جو واپار ٿيندو آهي. پڙي هر ماهه پهرين سومر يا خميس ڏينهن تي لڳندي هئي، پر هاڻي هفتيوار پڙيون مختلف ڏينهن تي سنڌ جي مختلف شهرن ۾ لڳن ٿيون. جن ۾ موري، سعيدآباد، جهڏي ۽ مِٺي ۽ ٻين شهرن جون پڙيون سڄي سنڌ ۾ مال جي واپار لاءِ گهڻو مشهور آهن.

**پس** (Colustrum): ڳئن، مينهن يا ٻين جانورن مان ويامڻ کان پوءِ ٿورن ڏينهن تائين حاصل ٿيندڙ ڳاڙهو کير، اهو کير جيوُ مارڻ (Anti-bodies) وارين لحميات (Protein) سان ڀرپور هوندو آهي. هن ۾ عام کير کان وڌيڪ سٽيا جزا هوندا آهن. جنهن کي هلڪي باهه تي رکبو ته مائي وانگر ٿي پوندو آهي. پس ٺاهڻ لاءِ ان ۾ ڦوٽا، کنڊ، پلاءِ جيري ۽ ٻيون شيون ملائي لذيذ مائي جهڙي پس جون ٽڪيون تيار ڪندا آهن. پِس کي ڪڇي وارين ايراضين ۾ "ڪرّ" به چوندا آهن.

**پَسارُ:** سُڪل ٻوٽيون، پن، گل ۽ ٻج جيڪي دوا طور ڪم ايندا آهن. يوناني طب يا ديسي علاج جو مدار پسارڪن وکرن تي آهي. پسار ۾ نه رڳو ملڪي نباتات مان هٿ آيل وکر هوندا آهن، پر ٻين ملڪن ۾ پيدا ٿيندڙ شيون به ڪم ايندڙون آهن. پسار مان دوائون ٺاهيندڙن کي حڪيم يا طبيب چون، جيڪي آيورويدڪ طريقي سان علاج ڪن. اجا به سنڌ ۾ هي علاج هلندڙ آهي.

**پَساري:** پسارڪو وکر وڪڻندڙ کي پساري چئبو آهي، جيڪو يوناني دوائن ۾ ڪم ايندو آهي. پساريءَ وٽ گهڻو ڪري سڀ جڙيون ٻوٽيون هونديون آهن، ان کان سواءِ عرق، شربت، ۽ سُرهاڻ وغيره به موجود هوندي آهي. ڪي پساري حڪمت جو به ڪم ڪندا آهن.

**پساڪي:** تعلقي حيدرآباد جي هڪ ديهه جو نالو آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پيرزمان شاهه، جهان خان ڪانيو، محمد اسماعيل انڙ ۽ ڪريم داد خاصخيلي.

**پسايو:** پسايو ذات آهي، جنهن جا ڪُل چوڏهن پاڙا آهن. هن ذات جي پاڙن مان سرڪي ضلعي ٺٽي ۾ ہوڙا، هوسڙي ضلعي ٽنڊي محمد خان ۾، ۽ ملتاني ڪوٽڙي شهر کان ٻاهر 'ڪاري ڪهي' ۾ رهن ٿا.

**پُست** (White Poppy): هڪ قسم جو ٻوٽو آهي. جنهن جي ڏوڏين جي رس مان آفيم ٺهندو آهي. ڏوڏيءَ مان اندران خسخس ملندي آهي، جنهن کي پُست جي ڪَڻ چئجي ٿو پست جو گل سيني گلن ۾ سهڻو ۽ چوپ ڳاڙهو ٿيندو آهي، جنهن کي "گُلِ لاله" به چيو ويندو آهي. هسي آفيم جهڙي تاثير وارو ٿيندو آهي، ان ڪري آفيم جا هيراڪ، ڏوڏي جا ٽڪر ڪاڙهي پيئندا آهن. سنڌ ۾ انگريزن کان اڳ ٿوري گهڻي پست جي پوک ٿيندي هئي، جنهن جي پيداوار دوا طور ڪم ايندي هئي. ڏوڏيءَ ۽ پست جي ڪڻ نشي آور شيون آهن. انگريزن پست جي پوک تي بندش هڻي. جيڪا اڄ تائين قائم آهي. حڪيمن جو چوڻ آهي ته پُست جي ڪَڻ جا تمام سنهڙا ۽ ڪاري ايجي رنگ جا گول داڻا، ڪيترين بيمارين جي علاج ۾ مفيد آهن. ننڊ نه اچڻ جي حالت ۾ پست جو تيل، مٿي تي مالش ڪرائڻ سان فائدو ٿيندو آهي. هي تيل خشڪي، ٻڦي، دماغ جي ڪمزوريءَ ۽ نبضن جي ڍرائيءَ جي حالت ۾ مالش ڪرائڻ سان فائدو ٿيندو آهي.



**پستا** (Pistachio): پستا هڪ قسم جو ميوو آهي، پستن جو اصل وطن شام ۽ فلسطين آهي، پر اَڄڪلهه آمريڪا ۽ يورپ جي ملڪن ۽ ايشيا جي ڪن ملڪن ۾ پستا پوکيا ويندا آهن. پستن جو وڻ 30 فوٽ ڊگهو ٿيندو آهي. گهڻو ڪري سسلي (اٽلي)، اسپين، ڏکڻ فرانس، ترڪي، شام، فلسطين، ايران، افغانستان ۽ آمريڪا ۾ ٿيندو آهي. پاڪستان ۾ گهڻو ڪري ڪوئيٽا ۽ قلات واري سرد علائقي ۽ پشاور ۾ پستن جي پوک ٿئي ٿي. عام طرح سان نر پستن جو ٻج پوکبو آهي، جيڪو پوءِ مادي ٻوٽن ۾ پيوند ڪبو آهي، پستن جو وڻ عام طرح پنجن ڇهن سالن کان پوءِ فصل ڏئي ٿو مگر صحيح فصل ڏهن ٻارهن سالن کان پوءِ ڏيندو آهي. هي ميوو سائي رنگ جو هڪ ٻج آهي، جنهن تي آسماني ۽ ڳاڙهسرا ليڪا ٿين ٿا. ان



جا داڻا ڇهڙا ۽ گول هوندا آهن. حڪيمن موجب پستا طبي لحاظ کان جگر دل ۽ دماغ کي طاقت ڏيندڙ آهن. رت کي وڌائين ٿا. خفقان ۽ کنگهه کي فائدو ڪن ٿا. وات کي خوشبودار ڪن ٿا. ڏندن ۽ مهارن کي مضبوط ڪن ٿا ۽ ذهن کي وڌائين ٿا.

**پسٽول:** هڪ قسم جو بارودي هٿيار آهي، جنهن کي 1540ع ۾ اٽليءَ جي هڪ شهر پستويا ۾ ايجاد ڪيو ويو. اتان هيءَ انگلستان جي رستي جرمنيءَ پهتو. شروع ۾ پسٽول تمام وڏو ۽ ڳرو هوندو هو. 1835ع ۾ آمريڪا جي هڪ شهري ’ڪولٽ‘ پسٽول ۾ سڌارا آندا ۽ هن کي هاٿوڪي ڊزائين ڏني. ريوالر به پسٽول جو هڪ قسم آهي. جنهن جي چيمبر ۾ گوليون پون ٿيون ۽ چرخيءَ وانگر ڦرندو آهي. هاڻي ته خودڪار پسٽول/ ريوالر به ايجاد ٿيا آهن.

**پسٽان:** تعلقي ساماري جي هڪ ديهه جو نالو آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

راجا فار، قاضي سلطان، بسٽان، حاجي صادق ڪپري.

**پسٽن** (Piston): پسٽن سلينڊر (خول) جي اندر مسلسل اُفقي حرڪت ڪندو آهي. ان ڪري پسٽن جي جوڙ جڪ سندن ڪم جي نوعيت کي مد نظر رکي ڪئي ويجي ٿي. پسٽن اڪثر سخت ڏاٽن (Cast Iron) اسٽيل ۽ ايليومينيم مان ٺاهيا ويندا آهن. هيئت جي لحاظ کان انجڻ جو هيءُ اهم پرزو گول ڊگهو ۽ اندر پورو ٿئي ٿو. سندس منهن يا مٿو ڪنهن حد تائين اپريل هوندو آهي. بظاهر سندس شڪل هڪ دٻي جهڙي ٿئي ٿي جيڪو سلينڊر جي خالي پيٽ کي پُر ڪري ٿو. پسٽن جي ڪنڌ وٽ ۽ ڪن جي هيٺين چيڙي تي خالي خانچا (Grooves) ٺهيل هوندا آهن. سلينڊر ۾ سندس حرڪت دوران تيل ۽ هوا جي وهڪ کي روڪڻ لاءِ انهن خانچن ۾ تعداد جي لحاظ سان داب روڪ چوڙيون (Compression Rings) ۽ تيل روڪ چوڙيون (Coil Control Rings) لڳايون وينديون آهن. ان کان علاوه پسٽن جي چوڙين کان هيٺين اڌ گول حصي اِسڪرٽ. جي پيٽ وٽ هڪ گول سوراخ آرپار هوندو آهي. هيءُ سوراخ (Basses) ڳنڍيندڙ گري (Connecting Rod) جي مٿئين بيرنگ کي جهلڻ لاءِ ڪتب اچي ٿو جنهن مان لوهي کلي ”پسٽن پن“ (Piston Pin) گذاري ڪيس جڪڙيو ويندو آهي. ان ڪانسواءِ پسٽن جي اسڪرٽ تي هڪ هلڪو ڏار پڻ ٿيندو آهي. جنهن کي ’پسٽن سيلاٽ‘ چئجي ٿو پرزن جي حرڪت دوران هي ڏار (Slots) گرمي تيل کي منتقل ڪندو آهي. جيڪي پسٽن ”ايليومينيم آلاءِ“ (Aluminum Alloy) مان جوڙيا وجن ٿا، جنهن ڪري اُهي ٻين جي نسبت وڌيڪ ڪارگر ان ڪري سمجهيا ويندا آهن، چو ته انهن ۾ گرمي کي جذب ۽ خارج ڪرڻ جي صلاحيت ٻين کان بهتر ٿئي ٿي. ان کان سواءِ ڌاتو جو هي قسم نسبتاً هلڪو پڻ ٿئي ٿو ڪاسٽ آئرن سخت لوهه وارا پسٽن ننڍين انجڻن لاءِ استعمال ٿيندا آهن. اڪثر تي چوڙيون مٿن چاڙهيون وجن ٿيون جن مان ٻه چوڙيون هوا يا مڪسچر جي دٻاءَ کي روڪين ٿيون ۽ ٻئن چوڙي جنهن کي تيل روڪ (Oil Controlling) چئبو آهي فالتو تيل کي جمع ڪري هيٺ سمپ (Sump) ڏانهن موڪليندي رهي ٿي.



**پُسڪرڻ/ پشڪرڻ:** ٿر ۾ رهندڙ برهمڻن جي نُک. ڪتاب ”شاهان گوجر“ صفحي 172 تي ڄاڻايل آهي ته پشڪرڻ/ پشڪرڪڻ، گوجر نسل جا برهمڻ آهن. گور برهمڻ، ناگر برهمڻ ۽ مير برهمڻ به هنن جا عزيز آهن. (وڌيڪ ڏسو: ’پشڪرڻا برهمڻ‘).

**پسند علي ”عاصي“ دوداپوري:** پسند علي دودا پوري ”عاصي“ شاعر جي حيثيت سان سڃاتو وڃي ٿو ذات جو چنو آهي. ضلعي جيڪب آباد جي ڳوٺ دوداپور ۾ 1942ع ڌاري ڄائو هن سنڌي ۽ عربي پڙهي، حڪمت شروع ڪئي. شاعريءَ ۾ سندس هيٺيان ڪتاب ڇپيل آهن:

(1) ’منظور ڪر‘، (2) ’ميلاپِ محبت‘ ۽ (3) ’غمِ فرقت‘.

**پسو (ڪارڙو):** (Flea): هن جيوڙي کي جيتن جي علم (Entomology) ۾ Xenopsylla Cheopis چئبو آهي. پليگ جهڙي خطرناڪ بيماريءَ جي پيدا ڪرڻ ۽ پکيڙڻ ۾ بنيادي ڪردار ادا ڪري ٿو پسو ڪوئي جي هڪ قسم (Rodent) ۽ انسانن ۾ پرسينيا نالي جيوڙي (Yersinia Pests)، جنهن جيوڙي جو پراڻو نالو پاسٽيوريلا جيوڙو (Pasteurella Pestis) آهي، ۾ چڪ هڻي ڪوئي ۽ انسان جي جسم ۾ داخل ڪري پليگ جي بيماري ڪري وجهندو آهي، نه رڳو ايترو پر پسو هڪ ڪوئي کان ٻئي ڪوئي تائين پليگ جي بيماري پکيڙيندو آهي.


پسو (ڪارڙو)

پسو هر وقت Rodent ڪوئي سان گڏ هوندو آهي ۽ ڪوئي سان ٻر ۾ به گڏ رهندو آهي، چو ته پسو سدائين Rodent ڪوئي جي بچايل ڪاڌي، ڦولڙين، هن ڪوئي جي رت ۽ مئل گوشت تي پلبو آهي. اٿين چئجي ته پسوءَ جي جياپي جو سڄو دارومدار Rodent ڪوئي تي آهي. تنهن ڪانسواءِ پسو عام ڪوئن جي ٻرن، نوريئڙن ۽ ڪوئن جي بچيل ڪاڌي ۽ ڦولڙهين ۾ موجود جيتن تي پلبو آهي، پسو ڪوئن ۽ نوريئڙن ڪانسواءِ مال جي ڇيٽي ۾، گودامن ۽ ملن ۾ رکيل بارداڻي، ڳٽڙين ۽ گند ڪچري ۾ رهندو آهي، پسوءَ جي عمر ڇهن کان ٻارهن مهينن جي اندر ٿئي ٿي.

**پسوپتي/پشوپتي** (Pasupati): سنڌو سڀيتا جي کن ياڳن جي قديم ماڳن مان کوٽاين دوران لڌل مهرن تي ”پسوپتي“ جي تصوير ٺهيل ملي آهي. لفظ پسوپتيءَ جي معنيٰ ”جهنگلي جيوَت جو خدا“ آهي. انهيءَ مهر تي هڪ انسان اُڪريل آهي، جنهن جي ڀرپاسي ۾ مختلف جانور بيٺل آهن ۽ ويٺل انسان يوگا جي آسڻ ۾ ڏسجي ٿو پسوپتي، دراوڙي


پسوپتي/ پشوپتي

مذهب وارن جو عوامي خدا تصور ڪيو ويو پوءِ واري دؤر (Post urban phase) ۾ هن جي تصوير شِوَ جي مختلف وصفن جو مرڪب قرار ڏني وئي. ڪٿي ڪٿي پسوپتي اڌ عورت ۽ اڌ مرد جي شڪل ۾ به آهي. اهوئي اوم ۽

اُما ۽ شو ۽ شڪتي آهي. جيڪا شايد آدم حوا جي تصور سان مشابهه ڄاڻايل آهي ۽ ٻنهي مان انسان ذات جي مختلف نسلن جنم ورتو.

موهن جي دڙي جي کوٽائيءَ جا ٻئي بنيادي نگران ماهر آرڪيالاجسٽ، سرجان مارشل ۽ ارنيسٽ ميڪئي پنهنجن مشهور ڪتابن ۾ مهرن تي ڪن تصويرن کي شِو بصورت پسوپتي Lord of the beasts طور ڄاڻايو آهي. A.L. Basham پنهنجي ڪتاب The wonder that was India; 1993 ۾ به ساڳيءَ ريت پسوپتي ۽ شِوَ کي ساڳي صورت سمجهي ٿو. لفظ پسو جون مختلف وقتن تي ٿورين مختلف معنائون ڪيل آهن. مثال طور: پسو: جانور، پاليل جانور، جهنگلي جانور، مشابهت طور بعضي ماڻهن جهڙي معنيٰ به ڏني وئي آهي. هڪ ٻئي Rudra رُدر نالي ويدي ديوتا کي ڪن هنڌن تي Pasupati ڪري لکيو ويو آهي. هي ديوتا به پوءِ اڪثر ڪري شو جي ذات ۾ سمايو ويو. ڏکڻ هندستان ۾ شِوَ/ پسوپتي جي پوڄا عام آهي ۽ ديوتا کي چار ٻانهون ڏيکاريون ويون آهن. پهرين سان آشيرواد ڏيندي، ٻئي ڪليل هٿ سان دان ڏيندي، ٽئين هٿ ۾ ڪهاڙي ۽ چوٿين هٿ جي آڱرين مان هرڻ ڦٽندي ڏيکاريو وڃي ٿو. مشهور آرڪيالاجسٽ Mark Kenoyer شو يا پسوپتيءَ کي عراقي مهرن تي چٽيل مشهور ڪردار Gilgamesh ۽ ان جي ساٿي Enkidu سان به ڀيٽڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. هي ٻئي ديوتا شينهن، جهنگلي مينهن، ڍڳي، ڇاڳ، مانس، اڌ ٻڪريا ڍڳي ۽ اڌ ماڻهوءَ يا ڪن ٻين جهنگلي جانورن سان مقابلو ڪندي ڏيکاريل آهن. ماهرن مان ڪن جو خيال آهي ته هي روپ سنڌو کان Mesopotamia يا وري عراق کان سنڌو پهتو هوندو. ڪيئن به هجي پسوپتيءَ جو شِو وارو روپ هن وقت هندو ديوتائن جي سٽ جو مقبول ۽ وڏو ديوتا آهي. جنهن جا ٻيا به ڪيترائي روپ آهن.

پسوپتيءَ جا پوڄاري پشو پوتا (Pashu Patars) سڏجن ٿا. پسوپتيءَ جي پوڄا سنڌ ۾ اسلام کان اڳ رواج هيٺ هئي ۽ ان پوڄا جا آثار 12 هين صدي عيسويءَ تائين به ڪن ماڳن تان ملن ٿا. سڀ کان اول پسوپتيءَ جي مهر جان مارشل کي موهين جي دڙي مان ملي. هن مهر تي پسوپتيءَ کي "هٺ يوگا" نموني ويٺل ڏسيو ويو آهي، جنهن کي ٽي مُنهن ڀاسجن ٿا. لنگر جا نشان چٽا اٿس. سندس مٿي تي ڍڳي جا وڏا سڱ ڏيکاريل آهن. جڏهن ته چوڌاري جانور بيٺل آهن. دراوڙي دور ۾ هي ديوتا "جانورن جو رکوالو" ڪري پوڄيو ويندو هو پشو شِوَ (Shiva) جو پراڻي ۾ پراڻو روپ آهي. جان مارشل جي لڌل مهر تي چيتي جي تصوير کان سواءِ ڪن ٻين جانورن جون تصويرن به آهن. ڪن عالمن جو چوڻ آهي ته اهي تصويرون مختلف قبيلن جي نشاني (Totem) طور ڏنل آهن.

چيني سياح هو سيانگ 642ھ ۾ سنڌ گهمندي 273 مندرن کي ڏٺو هو جن مان 37 مندر مختلف مذهبي ماڻهن جا هئا، هڪ مندر ملتان ۾ هو ۽ باقي سنڌ ۾ موجود 235 مندر پسوپتيءَ جا هئا، جتي شِوَ جي پوڄا ٿيندي هئي، جنهن مان به سنڌ ۾ پسوپتيءَ جي اثر جي خبر پوي ٿي.

ڪي قديم آثارن جا ماهر پسوپتيءَ واري نڪته نظر کي، جيڪو سر جان مارشل پيش ڪيو هو نٿا مڃين ته اهو ڪو دراوڙي دور سان واسطي وارو 'رودرا' (Rudra) ديوتا آهي. سندن چوڻ آهي ته اهو ڪو جوڳي آهي، جيڪو سنياس پڇائي رهيو آهي ۽ ممڪن آهي ته موهين جي دڙي جا ڪي ماڻهو ان وقت 'يوگي' هجن.

**پُسي**: ڪِرڙ جا گل ڳاڙهي رنگ جا ٿيندا آهن. ڇوسڻ سان مِٺاڄ ڏين ٿا. ٿر ۾ ڏٽ طور ڪم اچن ٿا. ٿر ۾ پُسيءَ جي ڀاڄي به رڌيندا آهن. اهي پُسيءَ ۾ ٿورو ڏڌ ملائي ڀاڄي تيار ڪندا آهن، جيڪا تمام سوادي ٿيندي آهي.

**پُسيا**: هيءَ ذات 'سمن' جي هڪڙي شاخ آهي، جيڪي سڄي سنڌ ۾ پکڙيل آهن ۽ سنڌن ڳوٺ آباد آهن.

- ڪن ديهن جا نالا به 'پُسيا' ذات جي نسبت سان رکيل آهن، جيئن: ضلعي دادوءَ، تعلقي خيرپورناٿن شاهه ۾ هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ پُسيا، ساند، محمد رمضان ٻهن، تڳيو ٻهن، گلڻ ٻهن محمد رمضان آرائين ۽ مجاور ڳوٺ شامل آهن.

**پسي تنهنجي تجلي** (ڪتاب): هي ڪتاب ليکڪ يوسف سنڌيءَ جو دڙي شهر جي شاعرن ۽ اديبن بابت لکيل آهي. هن سوانحي ڪتاب ۾ 17 گذاري ويل ۽ 22 حال حيات اديبن بابت مضمون لکيل آهن. هن ڪتاب جو مهاڳ نامور شاعر ۽ ليکڪ غلام حسين رنگريز لکيو آهي. جڏهن ته ڪتاب ۾ علي اظهار، ڊاڪٽر غفور ميمڻ ۽ عبدالغفور الستيءَ جا تاثر شامل آهن. پڪي جلد، ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ 272 صفحا آهن ۽ قيمت 200 روپيا آهي. هي ڪتاب سچائي اشاعت گهر دڙي پاران 2003ع ۾ شايع ٿيو.



**پسي ڳاڙها گل** (ڪتاب): نامور اديب ۽ سياستدان رسول بخش پليجي جي ڪهاڻين جو مجموعو 'پسي ڳاڙها گل' پهريون ڀيرو 1985ع ۾ نيو فيلڊس پبلڪيشن طرفان ڇپايو ويو. ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ 170 صفحا آهن ۽ ان جي قيمت 56 روپيا آهي، ان جو ٻيو ڇاپو 1991ع ۾ شايع ٿيو هن ڪتاب ۾ شامل رسول بخش پليجي جي مشهور ڪهاڻي "پسي ڳاڙها گل" تي 1960ع جي ڏهاڪي ۾ جمال ابڙي، محمد ابراهيم جويي، سراج ۽ ٻين نقادن ڪافي بحث مباحثا ڪيا هئا. سندس هيءَ ڪهاڻي جديد سنڌي ڪهاڻين جي تاريخ ۾ هڪ اهم ڪهاڻي شمار ٿئي ٿي.




**پشاور**: پشاور پاڪستان جي اترئين ۽ سرحدي صوبي، خيبر پختونخوا جي گاديءَ جو هنڌ آهي. پشاور جو شمار پاڪستان جي تاريخي ۽ قديم شهرن ۾ ٿئي ٿو هتي جا اصلوڪا رهواسي پاڻ کي 'پشوري' سڏين ۽ هندڪو ڳالهائين. اهي پشتو ڳالهائيندڙ پٺاڻن کان جدا، پاڻ کي هن واديءَ جا اصلوڪا رهواسي سڏائين. سندن خيال ۾ اوسي پاسي جي جبلن تان خاص ڪري افغانستان مان آيل پٺاڻن کان سندن نسل مختلف آهي. پشاور ڊويزن ۾ ٽي ضلعا آهن: پشاور، مردان ۽ ڪوهاٽ. پشاور شهر جي موجوده آبادي ڏهن لکن کان مٿي آهي. پشاور، باڙا درياهه جي ڪاهي ڪناري ويجهو جمرود کان 11 ميل پري آهي، جتان خيبر لڪ صرف ٻارهن ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي آهي. هيءُ قلعو تمام قديم آهي. پشاور تعليم جي ميدان ۾ پاڪستان ۾ ڪافي اڳتي آهي. هتي ڪاليج، يونيورسٽيون ۽ اسڪول وڏي تعداد ۾ آهن. هتي ابتدا ۾ بالاحصار نالي هڪ حفاظتي قلعو بالاحصار جوڙيو ويو جيڪو هن شهر کي

چوڏاري ڦريل هو. هن قلعي کي 16 دروازا هئا. بالاحصار قلعو اڄ بہ موجود آهي. پشاور شهر جي اولهہ طرف هڪ فوجي ڇانوڻي بہ آهي. هي قدرتي طرح سان پهاڙن ۾ چئني طرفن کان ڍڪيل شهر آهي.



پشاور: بالاحصار قلعو

تاريخ ۾ پشاور جو ذڪر سڀ کان پهرين رياست گنڌارا جي هڪ حصي جي شڪل ۾ ملي ٿو جيڪا هڪ ٻڌ سلطنت هئي. سڪندر اعظم جي حملي کان پوءِ پشاور جي باري ۾ جيڪي معلوم ٿيو آهي، ان موجب ڏهين صدي عيسويءَ ۾ جڏهن سبڪتگين لاهور جي راجا جئہ پال کي شڪست ڏني تہ پشاور غزنوين جي قبضي ۾ اچي ويو ۽ هڪ سال تائين هيءُ علائقو غزنيءَ جو صوبو رهيو.

غزنين کان پوءِ هتي مختلف حڪمران حڪومت ڪندا رهيا. 1505ع ۾ خيبر جي رستي بابر بہ پشاور تي حملو ڪيو. هن باجوڙ ۽ سوات کي بہ پنهنجو مطيع بڻايو ۽ جڏهن اڪبر حڪمران بڻيو تہ هن هنڌ هنڌ فوجي قلعا تعمير ڪرايا تہ جيئن باجوڙ ۽ سوات جي قبيلن کي پنهنجو مطيع بڻائجي.

قديم زماني ۾ هيءُ گنڌارا سلطنت جي گاديءَ جو هنڌ هو ۽ ان جو نالو 'پرش پور' هو. شهنشاهہ اڪبر ان کي پشاور جو نالو ڏنو. انهيءَ زماني (1668ع) ۾ يوسف زئي، منديز، خٽڪ ۽ پختونن گڏجي هڪ وڏي جمعيت سان ڇڇ تي قبضو ڪري، دهليءَ ۽ افغانستان جو رستو بند ڪري ڇڏيو. وري جڏهن اورنگزيب تخت نشين ٿيو تہ هن علائقي کي فتح ڪرڻ لاءِ هو پنهنجي اڳواڻيءَ ۾ فوج وٺي آيو ۽ تقريباً ٻن سالن تائين وڙهيو پر ڪامياب نہ ٿيو. اڳتي هلي سندس جانشينن هن علائقي کي فتح ڪيو. 1738ع ۾ پشاور تي نادر شاهہ جو قبضو ٿيو. 1815ع ۾ هي سڄو علائقو سکن جي هٿ لڳو ۽ رنجيت سنگهہ، هري سنگهہ نلوا کي (1818ع ۾) هتي جو حاڪم مقرر ڪيو. 1838ع کان 1842ع تائين هتي جو نظم و نسق هڪ انگريز جرنيل اوٽيلا جي هٿ ۾ رهيو. 1849ع ۾ هيءُ وادي انگريزن جي مملڪت هيٺ اچي وئي ۽ ان کي پنجاب حڪومت جو انتظامي ضلعو ٺاهيو ويو. 1901ع ۾ اتر اولهہ کي سرحدي صوبي جو نالو ڏئي، پشاور کي دارالحڪومت بنايو ويو.

هن وقت پشاور صوبي پختونخواهہ جو دارالحڪومت آهي ۽ تعليمي ميدان ۾ اڳيرو آهي. هتي ٻہ يونيورسٽيون، لا ڪاليج، ڪاليج آف ايڊيوڪيشن، ميڊيڪل ڪاليج، انجنيئرنگ ڪاليج، زرعي ڪاليج، ڪامرس ڪاليج، آرٽس ڪاليج ۽ سائنس ڪاليج آهن. هتي هوائي اڏو بہ آهي. هن شهر ۾ ڪيترين ئي تاريخي جاين ۽ مسجدون آهن، جن مان شاهہ جهان جي عهد جي مسجد مهابت خان مشهور آهي، جيڪا هڪ سهڻي مسجد آهي ۽ شهر اندر واقع آهي. مسجد گنج علي خان، مسجد دلاور خان، مسجد خواجہ معروف ۽ مسجد قاسم خان بہ شهر جون مشهور مسجدون آهن.

پشاور جي ڏسڻ لائق جاين ۾ قلعو بالاحصار، شاهي باغ، وزير باغ، ڪمپني باغ (ڇانوڻي)، ميوزيم، اسيمبلي هال، ميونسپل ڪارپوريشن، (سٽي ضلعي حڪومت)، اسلاميہ ڪاليج دره خيبر، دره ڪوهاٽ ۽ آثارِ قديمہ ۾ پنج تيرٿي، شاهہ جي ڍيري ۽ گوڙ ڪٽڙي اهم آهن. هتي جا ماڻهو شادي مراديءَ، موت، خيرات ۽ صدقي وغيره ۾ مذهبي رسمن جا سخت پابند، غيرتمند، دلير ۽ جنگجو هئڻ سان گڏوگڏ بامروت ۽ مهمان نواز بہ آهن. پشاور



پشاور: خيبر پاس

جي ڪل ايراضي 9 چورس ميل آهي ۽ موجوده آبادي ڏهن لکن کان وڌيڪ آهي. هيءُ شهر دستڪاري، هٿيارن ٺاهڻ، سگريٽ، پائي (دوتري)، دواسازي جي ڪارخانن، فرنيچر، سوٽي، ريشمي ۽ اوني ڪپڙي لاءِ بہ مشهور آهي.

**پشتو** (ٻولي): پشتو ايرندي ايراني ٻولين جي هڪ شاخ آهي، جيڪا هند آريائي ٻولين جي خاندان مان آهي. پشتو خيبر پختونخوا صوبي جي قبائلي علائقن ۽ بلوچستان جي ڪجهہ حصن ۾ ڳالهائي ۽ سمجهي ويندي آهي. هندن جي رگ ويد ۽ پارسين جي زند اويستا ۾ هن زبان جو ذڪر موجود آهي.

هن ٻوليءَ کي پختو (Pakto)، پشتو (Pushto) ۽ يوسف زئي پشتو بہ چئبو آهي. هن ٻوليءَ جو ننگراهين پشتو اترين پشتو افغانستان ۾ الهائي ويندڙ قنڌاري لهجو معياري ليکجي ٿو هن ٻوليءَ جا ٻيا لهجا هي آهن: ڪوهاني/ خٽڪ (Khatak)، يوسف زئي (Peshawer)، آفريدي، شنواري (Shinwari)، مهمند (Mohmad)، شلماني (Shilmani) وغيره. ڏاکڻي ۽ اترين پشتو ۾ 80 سيڪڙو هڪجهڙائي آهي. سڄي افغانستان ۾، پاڪستان جي پختون خواهہ صوبي (سرحد) ۾ يوسف زئي پشاور ۾، ڪراچي حيدرآباد ۽ سنڌ جي ٻين علائقن کان سواءِ عرب امارات ۽ برطانيہ (UK) ۾ بہ ڳالهائي وڃي ٿي. دنيا ۾ هن ٻوليءَ جي ڳالهائيندڙن جو تعداد پنجن ڪروڙن جي لڳ ڀڳ ٻيهي ٿو هي ٻولي هند- يورپي، هند- ايراني، هند- آريائي ٻولين جي اوڀر ڏکڻ مشرقي ٻولين جي شاخ مان آهي. هيءَ ٻولي عربي رسم الخط ۾ لکي وڃي ٿي. هن ٻوليءَ جي ڳالهائڻ وارن کي اتر ۾ پختون، ڏکڻ ۾ پشتون سڏجي ٿو مهمندي، گلزئي، دراني، يوسف زئي، آفريدي، قنڌاري، وزيدي، شنواري، منگل/ ونيتسي (Wenetsi) پختونن جا قبيلا آهن. جيڪي هيءَ ٻولي ڳالهائين ٿا. هن ٻوليءَ ۾ سنا شاعر آهن. هن جا ٽي وي ۽ ريڊيو تي پروگرام هلن ٿا. پشتو جا ٻيا لهجا هي آهن:

1. **بونير لهجو:** هي لهجو بونير وادي، پاڪستان ۾ ڳالهايو ويندو آهي.

2. **باجوڙي لهجو:** هي باجوڙ، پاڪستان ۾ ڳالهائي ويندي آهي.
3. **غلزئي لهجو:** هي محاورو غلزئي قبيلي وارا ڳالهائين.
4. **آفريدي لهجو:** هي آفريدي قبيلي وارا ڳالهائين.
5. **چاچي محاورو:** هي محاورو چاچي علائقي وارا ڳالهائين.
6. **بنگش لهجو:** هي محاورو بنگش قبيلي ۾ ڳالهائين.
7. **ديري محاورو:** هي دير، ڪوهستان وارا ڳالهائين.
8. **سواتي محاورو:** هي محاورو سوات رياست ۾ ڳالهايو وڃي ٿو.
9. **بنوڪي:** بنو واري علائقي جو محاورو.
10. **خٽڪ محاورو:** خٽڪ قبيلي ۾ رائج آهي.
11. **لوني:** هي لوني قبيلي جو محاورو آهي.
12. **شيراني:** شيراني قبيلي ۾ رائج آهي.
13. **چل گري:** چلگري قبيلي جي ٻولي آهي.
14. **اور موڙي (Ormuri):** هي وزيرستان واري علائقي جي ٻولي آهي.

پشتو زبان بلوچستان صوبي ۾ به ڳالهائي وڃي ٿي. پشتو اڪيڊميءَ هيٺ، پشتونن ۽ پشتو زبان جي تاريخ ۽ ان جي ارتقا تي ڪافي تحقيق ڪرائي آهي. پر دل خان خٽڪ جي ترتيب ڏنل پشتو-اردو لغت به ڇپيل آهي. ان ڪان سواءِ پشتو گرامر تي به ڪافي ڪم ٿيو آهي.

پشتو زبان جي اصل نسل بابت جدا رايا آهن. ڪي هن کي سنسڪرت مان نڪتل، ڪي فارسيءَ جي بگڙيل صورت سمجهن ٿا. ڪي وري ائين ٿا سمجهن ته پشتو اصل ۾ هندوڪش ۽ سليمان جبل جي ٻولي آهي. سنسڪرت، باختر ۽ خراسان جي زبان اِوستا ۽ ايران جي قديم پارسيءَ سان پشتو جو ڳهاٽو واسطو رهيو آهي، جنهنڪري انهن زبانن جو به مٿس گهرو اثر آهي.

| | | | | | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ا الف | ب بي | پ پي | ت تي | ټ ټي | ث ثي | ج جيم | چ چي | ځ حي | څ خيم |
| ح حي | خ خي | د دال | ډ ډال | ذ ذال | ر ري | ړ ړي | ز زي | ژ ژي | ږ ږي |
| س سين | ش شين | ښ ښين | ص صاد | ض ضاد | ط طوي | ظ ظوي | ع عين | غ غين | ف في |
| ق قاف | ک ڪاف | ګ گاف | ل لام | م ميم | ن نون | ڼ نوڼ | ه هي | و واو | ي يي |
| ي سخته يي | ې پسته يې | ۍ ښځينه يې | ئ فعليه يې | | | | | | |

پشتو رسم الخط

شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ پٺاڻن جو شجرو ڄاڻائيندي لکيو آهي ته: "افغان بني اسرائيل جي اولاد مان آهن. پٺاڻ اهي آهن، جيڪي سليمان جبل جي دامن ۾ ويٺل آهن. ٻيا افغان آهن. پٺاڻ، جيڪي افغان نه آهن، سي تاجڪ، قزلباش، هزارا، هندڪي ۽ بلوچي آهن". سڪندر يوناني به هن قوم جو ذڪر 'پڪٽ' نالي سان ڪيو آهي. هيروڊوٽس آفريدي قبيلي کي، جيڪي نيٺ پشتو ڳالهائيندڙ آهن، 'پڪتيز' سڏيو آهي. رگويد ۾ هن قوم جو ذڪر "پڪٿ" جي نالي سان آيو آهي. ڪاڪي ڀيرومل 'قديم سنڌ' ۾ هن قوم بابت چڱا تفصيل ڏنا آهن. هڪ هنڌ لکي ٿو ته: "هن وقت جيڪي پٺاڻ آهن، سي اصل ۾ آرين مان آهن ۽ انهن تي پڪٿ نالو 'آر' تان پيل آهي. سندن تهذيب کي گنڌارا تهذيب جي نالي سان به سڏجي ٿو جنهن خطي ۾ هن وقت هيءَ قوم آباد آهي، اتي هڪ ميداني علائقو آهي، جنهن جا رهواسي جابلو نه هئا، پر سنڌوءَ جي ڪپ تي رهندڙ آڳاٽي قوم مان هئا. اتي هڪ وڏي يونيورسٽي ٽڪشلا (ٽيڪسيلا) جي نالي سان هئي، جيڪا علم جي آبياري ڪندي هئي. هتي ئي پاڻيني سنسڪرت جو گرامر جوڙيو. هي خطو ٻڌ ڌرم جو آماجگاهه هو، جنهن جا نشان اڄ بينا آهن. پاڪستان ۾ ٻڌ جون گهٽي ۾ گهٽيون قديم آثارن واريون جايون هتي آهن.

هيءَ حرفي بدي قسم جي ٻولي آهي، جيڪا افغانستان ۽ پاڪستان جي سرحدي صوبي (خيبر پختونخوا) جي سرڪاري ٻولي آهي. هي ٻولي 16هين صدي عيسويءَ کان لکت ۾ آئي. هيءَ عربي خط ۾ لکي وڃي ٿي. هن جي لکت جا به بنياد آهن. هڪ قنڌاري ۽ ٻيو پشاوري. هن ٻوليءَ ۾ حرف صحيح/ وينجنن جو تعداد 44 آهي.

**پشتو ادب:** ٻين زبانن وانگر پشتو زبان جي ادب جي شروعات به نظم سان ٿي. پشتو زبان جو پهريون معروف شاعر ڪروڙ هو، جيڪو غزنوي دور ۾ پيدا ٿيو هو. ابو محمد هاشم، سبستان باريچ، بابر خان، خوشحال خان خٽڪ ۽ رحمان بابا پشتو زبان جا مشهور ڪلاسيڪي شاعر ٿي گذريا آهن. ارڙهين ۽ اوڻيهين صديءَ ۾ پشتو زبان تمام گهڻي ترقي ڪئي. ان دور ۾ پشتو ادب ۾ سٺي شاعري ۽ سٺو نثر تخليق ٿيڻ لڳو. موجوده دور ۾ پشتو ادب جي تاريخ بابت سٺو ڪم ٿي رهيو آهي. ان حد تائين جو ان ۾ ڊائريڪٽريون، ڊڪشنريون ۽ انسائيڪلوپيڊيائون به تيار ٿي رهيون آهن. جديد شاعري ۽ نثري تخليقون به منظر عام تي اچي رهيون آهن.

پشتو آرين جي اچڻ کان پهرين پشتون (پٺاڻ) پنهنجي قديم وطن پشتونخوا ۾ ڳالهائيندا هئا. پشتو ٻوليءَ کان سواءِ پٺاڻن جي زندگيءَ جو ڄڻ ته آئين به آهي. پختونن کي به خبر نه آهي ته ڪهڙيون ڪهڙيون قومون اچي هتي آباد ٿينديون رهيون ۽ ساڻن ملي هڪ ٿي ويون. پشتو جي باقاعدي تحريري شڪل ۾ پشتو ادب، صرف نسخ رسم الخط ۾ ئي سامهون آيو آهي، جنهن جي ابتدا چوٿين صدي هجري/ ڏهين صدي عيسويءَ جي آخر ۾ سلطان محمود غزنويءَ جي هڪ وزير احمد بن حسن ميمنديءَ ڪئي هئي. هي زبان اُچارڻ ۾ عربي ۽ عبرانيءَ کان مختلف آهي. عربي حروف تهجي پشتو جي تحريري صورت لاءِ ناڪافي هئا، ان ڪري ضرورت مطابق ڪجهه حرف وڌايا ويا، پر اهي حرف به نوان نه هئا، فقط عربي حرفن ۾ نشانيون وڌائي، مطلب لاءِ شامل ڪيا ويا.

پشتو ادب جي ابتدا ٻيءَ صدي هجري/ستين صدي عيسويءَ جي وچ ۾ ٿئي ٿي ۽ ان لحاظ سان ان جي ادب کي هيٺين چئن مختلف دورن ۾ ورهايو ويو آهي:

(1) 200هه/815ع تا 1000هه/1591ع،
(2) 1000هه/1591ع کان 1200هه/1786ع،
(3) 1200هه/1786ع کان 1300هه/1883ع
(4) 1300هه/1883ع کان موجوده دور جو پشتو ادب ٻن صنفن تي مشتمل آهي، هڪ عوامي ۽ ٻيو عروضي. عوامي ادب ۾ قصا ڪهاڻيون، چوٽيون، ڳجهارتون، مقالا، لوليون ۽ مرثيه، ٽپا وغيره اچي وڃن ٿا. عروضي ادب ۾ شاعري، خاص ڪري غزل، مثنوي وغيره جون صنفون شامل آهن.

جديد معلومات مطابق پشتو ادب جي تاريخ 139ھ/756ع کان شروع ٿئي ٿي. هن جو پهريون دور ڏهين صدي هجريءَ تائين جو آهي. نمايان ادبي شخصيتن ۾، اميدر کروڙ پختوري، ابو هاشم سرواني، بيٽ بابا، شيخ اسماعيل سربني، شيخ رضي لوڌي خوشبو، شيخ اسد سوري، شيخ عيسيٰ امشوانڙي، حضرت شيخ بختيار ڪاڪي، شيخ محمد صالح، بيبي رابعه قنذاري، بايزيد انصاري، خواجه مليزي، بيبي زرغونه خاتون، شيخ تيمن، دوست محمد ڪاڪڙ، شيخ ارزاني، آخوند چالاڪ خٽڪ، مولانا عبدالوهاب (پنجو بابا)، نعمت الله هروي ۽ الله يار الڪوزي آهن.

مٿين شخصيتن ۾ بايزيد انصاري وڌيڪ اهم آهي. هن تصوف ۽ طريقت بابت ڪيترائي ڪتاب لکيا، جن مان سڀ کان اهم ڪتاب ”خيرالبيان“ آهي، جنهن جي پشتو عبارت آسانيءَ سان پڙهي سگهجي ٿي. ٻيو دور پهرئين دور کان گهڻو بهتر رهيو هن دور ۾ پشتو ادب ترقي ڪئي. هن دور جو مشهور اديب ”آخوند درويزه“ آهي، جنهن درسي طرز تي فارسي، مسجع ۽ مقفيٰ قسم جي نثر ۾ ڪيترائي ڪتاب تاليف ڪيا. هن دور جي پشتو ادب جو جائزو وٺبو ته خبر پوندي ته هن دور ۾ پشتو ادب تي عربي ۽ فارسيءَ جو غلبو گهڻو نظر ايندو.

ٽيون دور احمد شاهه ابداليءَ کان شروع ٿئي ٿو هن دور ۾ پشتو نظم ۽ نثر لکڻ وارن ۾ احمد شاهه ابدالي ’سدوزئي‘، تيمور شاهه، ميان عمر (جيڪو هڪ بلند پايي جو اهل قلم هو). ملا عبدالرشيد ’اخوان گدا‘، سعادت خان، قامس علي آفريدي، نواب حافظ رحمت خان، امير محمد انصاري ۽ حافظ امپوري شامل آهن.

چوٿين دؤر جي اهل قلم شخصيتن ۾ جيبي خام بينوا، مجروح الفت، پيرزاده سيد عبدا لله شاهه، مولوي ميراحمد شاهه رضواني، ميان محمد يوسف، ميان حسين گل ڪاڪا خايل، مولوي عبدالمجيد افغاني ۽ منشي احمد جان آهن. هن دور ۾ پشتو ادب ۾ فڪر ۽ نظر جا زاويا بدليل آهن. جديد علمن سان لاڳاپيل اديب پراڻين ڳالهين مان نڪري نون رستن تي گامزن آهن. هاڻ نوان نوان خيال ۽ فڪر جنم وٺي رهيا آهن. هن جديد دور ۾ پشتو ادب ۾ هاڻ سياست، صحافت، ناول، افسانه، ڊراما، تنقيد، تبصرا، مقالا نگاري ۽ لغت جو فن وغيره شامل ٿي ويا آهن.

**پشتو شاعريءَ جو سنڌي روپ** (ڪتاب): هي ڪتاب اديب انقلابيءَ جو آهي، جنهن ۾ پشتو شاعري ۽ شاعرن جو مختصر تعارف ڏنل آهي. پشتو شاعريءَ کي سنڌي ويس ڍڪائيندڙ اديب انقلابيءَ خوشحال خان خٽڪ، احمد شاهه ابداليءَ سميت ڪل 34 شاعرن جي شاعري، سندن زندگيءَ سميت ڏني آهي. ڪتاب جي آخر ۾ ڪجهه پشتو لوڪ گيت ڏنل آهن. ڪرائون سائيز ۽ ڪچي جلد وارو هي ڪتاب سورٺ پبليڪيشن لاڙڪاڻي شايع ڪيو آهي، جنهن ۾ 120 صفحا آهن ۽ ڪتاب جو مله 8 روپيا آهي.




**پشتون**: ايراني پٺاڻن کي پشتون سڏيندا هئا، جيڪو لفظ ڦري ’پشتون‘ ٿيو آهي. پشتون لفظ جي معنيٰ آهي پشت پناهي ڪرڻ. محمد بن قاسم جي حملي وقت پٺاڻن هنن جي مدد ۽ پشت پناهي ڪئي هئي، جنهن سبب ايرانين، پٺاڻن کي ’پشتوان‘ ۽ عربن کين ’سليماني‘ سڏيو ڪوچي هنن جي خاص قبيلو آهي.

**پشپا پاوناڻي**: سنڌي گائڪا ۽ اداڪاره پشپا پاوناڻي، 7 آگسٽ 1939ع تي ڪراچيءَ ۾ ڄائي. بي. اي تائين تعليم حاصل ڪيائين. اداڪاره ۽ هدايتڪار طور درجنين سنڌي، هندي ۽ گروالي ناٽڪن ۾ ڪم ڪيائين. سندس مشهور ناٽڪن ۾ ’مڪان خالي آهي‘، ’امي ۽ ممي‘، ’ڏس ناٽي جا رنگ‘ ۽ ٻيا شامل آهن. گائڪا طور سون جي تعداد ۾ گيت ڪمپوز ڪيائين. سنڌي ناٽڪ ’ڪٽي آيو خير سان‘ ۾ موسيقي ڏنائين آل انڊيا ريڊيئي ۽ ٽي ويءَ تان پڻ پروگرام پيش ڪيائين. پشپا هن وقت نئين دهليءَ ۾ هي ٿي.

**پشپا مالهي**: سنڌ ۽ هند جي ناليواري اديب گوبند مالهيءَ جي نياڻي مشهور اداڪاره پشپا مالهي، هندي ۽ سنڌي ٻوليءَ جي ڪيترن ناٽڪن ۾ اداڪاري ڪري چڪي آهي. سندس مشهور ناٽڪن ۾ ’هيءَ جا ٽيو‘، ’يوريڪا‘، ’ناتو‘، ’مارئي‘ وغيره شامل آهن. ’مارئي‘ ڊرامي، دور درشن تي وڏي مقبوليت حاصل ڪئي. هن کي بهترين اداڪاريءَ عيوض 1978ع ۾ مهاراشٽر راڄيه جي هندي ناٽڪ ڇٽا پيٽيءَ ۾ انٽر بئنڪ سنڌي ناٽڪ ڇٽا پيٽيءَ ۾، 1979ع ۾ رزرو بئنڪ ۽ سنڌي سڀا پاران پيش ڪيل ناٽڪ ”يوريڪا“ ۾ بهترين اداڪاريءَ عيوض انعام حاصل ٿيا. هن آل انڊيا ريڊيو ۽ دور درشن تي ڪيترن ناٽڪن ۾ حصو ورتو، پاڻ کي بهترين اداڪار طور مڃائي ورتو افسوس جو هيءَ قابل اداڪاره ڪينسر وگهي نوجوانيءَ ۾ 1988ع ڌاري لاڏاڻو ڪري وئي.



**پشپا ولپ**: سنڌي ٻوليءَ جي خوبصورت شاعره پشپا ولپ، ناميارا ليکڪ ۽ سنڌيڪار ولي رام ولپ جي گهر، منيءَ ۾ 15 جنوري 1963ع تي جنم ورتو. نذرت ڪاليج مان انٽر ڪرڻ بعد نوابشاهه ميڊيڪل ڪاليج مان 1986ع ۾ ايم. بي. بي. ايس ڪيائين. بعد ۾ هن مائڪرو بايولاجيءَ ۾ ايم. فل ڪئي. جڏهن ته جينيٽڪس ميڊيسن ۾ پي. ايڇ. ڊي ڪري رهي آهي. ڪراچيءَ جي سول اسپتال ۾ پيٿالاجيءَ جي سينيئر ڊاڪٽر جي حيثيت سان ڏهه سال خدمت ڪرڻ کان پوءِ هاڻي ڊائو ميڊيڪل يونيورسٽيءَ ۾ ايسوسيئيٽ پروفيسر (مائيڪرو بايولاجي) طور خدمتون سرانجام ڏئي رهي آهي. 1988ع جي ڊسمبر ۾ سندس شادي قلمڪار/ نثري نظم جي شاعر ڊاڪٽر مرلي لال ڇاٻڙيا سان ٿي، جيڪو سنڌ انسٽيٽيوٽ آف يورالاجي ۽ ٽرانسپلانٽ ڪراچيءَ ۾ پروفيسر آهي ۽ روزاني ’عوامي آواز‘ جو پندره روزه ’هيلٿ ميگزين‘ صفحو سهيڙي ٿو پشپا ولپ لکڻ جي شروعات ٻارهن ورهين کان ڪئي، جڏهن ته ڇپجڻ جو سلسلو ڪاليج واري دؤر کان شروع ٿيس. نذرت ڪاليج پاران نڪرندڙ ادبي رسالي جي ايڊيٽنگ کان پوءِ، نوابشاهه ميڊيڪل ڪاليج پاران نڪرندڙ رسالو ’مارئيءَ‘ به ايڊٽ ڪيائين ۽ ڪجهه وقت ’عوامي آواز‘ جي ادبي صفحي ’تخليق‘ ۾ به وقت ڏنائين. نثري نظم جي حوالي سان سندس شمار هڪ منفرد شاعره جي حيثيت ۾ ٿئي ٿو اردو ۽ انگريزيءَ ۾ به نظم لکيا اٿس. جيڪي ’آرسي‘ (سنڌي)، ٽماهي ’مهراڻ‘ (سنڌي)، ’پرهه ڦٽي‘ (سنڌي)، ’ماه نو‘ (اردو)، ’جفاڪش‘ (اردو)، ’ڪونج‘ بمبئي ۽ ٻين ڪيترن مخزنن ۾ شايع ٿيا آهن.



1985ع ۾ ساهت چتر پبلشرز پاران سنڌس شاعريءَ جو مجموعو 'درياءَ ڪان ٻاهر' شايع ٿيو. تازو سنڌس ٻيو مجموعو 'بند اکين ۾ آسمان' 2010ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو آهي.

**پُشپ واٽڪا** (ڪتاب): هن ڪتاب جو ليکڪ پروفيسر شيام داس جوشي آهي. ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ 272 صفحا آهن. هيءُ ڪتاب هندو ڌرم جي مختلف پشپن جي باري ۾ لکيل آهي. هندومت سميت سيني اخلاقي ڌرم اختيار ڪندڙ ماڻهن جي لاءِ معلومات شامل آهي. هي ڪتاب شيام سندر رليجس بوڪ ٽرسٽ منٻي پاران ڇپايو ويو آهي. ايسٽ لائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد طرفان، هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1997ع ۾ شايع ڪيو آهي.

**پشڪرڻا**: پشڪرڻا ٻاڀڻن جي هڪ ذات آهي. هنن کي پشڪرڻا/ پوڪرڻا برهمڻ به چوندا آهن. مذهبي عقيدي جي نسبت سان هي وشنو جا پوڄاري آهن. هنن لاءِ مشهور آهي ته هنن پاران ماس کائڻ کان انڪار ڪرڻ تي پاروتيءَ کين پاراتوڙنو ۽ هي جيسلمير کان سنڌ ۽ ڪڇ، ملتان ۽ پنجاب ڏانهن هليا ويا ۽ هينئر تائين نه ماس کائين ۽ نه شراب واپرائين. هنن بابت هرڪشن جوتشي ڄاڻائي ٿو ته هي شريمالي برهمڻن جي شاخ آهن. ته وري ٻئي پاسي ڪڇ تار ۽ اسمتا موجب پشڪرڻا پشڪر تيرٿ جا رهواسي هئا ۽ هو 15هين صديءَ ۾ گجرات آيا. هي اصل ۾ سنڌ جا رهواسي آهن ۽ سنڌ ۾ هنن جون پشڪرڻا ۽ ڪڇي پشڪرڻا نالي به شاخون آهن.

پشڪرڻا برهمڻ پنهنجي نالي پٺيان عموماً داس، رام چند، راءِ مل وغيره ڳنڍيندا آهن ۽ هنن جي خاص ڪرت پتريون ناهڻ، ڪريا ڪرم ڪرڻ ۽ ڌرمي سکيا هوندي آهي. هنن جي خاص سڃاڻپ ڳاڙهي پڳڙي آهي، جيڪا هو عموماً پائيندا آهن. هنن جون 24 نُکون آهن. جن مان ٿر ۾ هي پذير آهن: آچارج، جوشي، وياس، ڪپتا، ميڙاهو مانڊو، ٽڪر، مپاوا، واسو، وياسڙا ۽ جهوتا وغيره. هي برهمڻ ٿر جي وڏن ڳوٺن ۾ رهن ٿا. پشڪرڻا برهمڻن مان مهاراج شيام داس جوشي منٻيءَ وارو وڏو وِدوان شخص آهي.

**پشڪرڻا براهمڻ اُتپتي ۽ اتهاس** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب پروفيسر شيام داس جوشيءَ جو لکيل آهي، جنهن ۾ انگريزي ۽ هندي مضمون شامل آهن، جيڪي پشڪرڻ برهمڻن جي تاريخ متعلق آهن. هيءُ ڪتاب سال 2006ع ۾ شيام سندر رليجيس بڪ ٽرسٽ منٻي طرفان شايع ڪيو ڪچي جلد سان ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ ڪُل 88 صفحا آهن ۽ هن جي قيمت 100 رپيا آهي.



**پشڪن اليگزينڊر** (Pushkin, Aleksandr): مشهور روسي شاعر ۽ مصنف پشڪن اليگزينڊر 1799ع ۾ ڄائو. هن رزميه ۽ غنائي نظمن، ڊرامن، ناولن ۽ افسانن ذريعي پنهنجي زبان جي ادب جو بنياد رکيو. هن ماسڪو جي اعليٰ خاندان ۾ جنم ورتو ۽ پنهنجي پڙ ڏاڏي هبشي بال تي تمام گهڻو فخر محسوس ڪندو هو. جيڪو پيٽراعظم جو جرنيل هو.

پشڪن Tsarskoye Selo (هاڻوڪي پشڪن) جي امپريل لائسيم ۾ تعليم حاصل ڪئي ۽ نوجوانيءَ ۾ ئي شاعراڻا جوهر ڏيکارڻ لڳو. 1817ع ۾ هن کي سينٽ پيٽرسبرگ ۾ پرڏيهي وزارت ۾ نوڪري ملي، جتي ڪيس سماجي زندگيءَ کي سمجهڻ، ان ۾ شامل ٿيڻ ۽ هڪ انقلابي گروپ سان واسطا رکڻ جو موقعو مليو.



1820ع ۾ هن جو نظم 'Ode to Liberty' حاڪمن جي توجهه جو مرڪز بڻيو ۽ هن کي ڪاڪاز ۾ جلاوطن ڪيو ويو. بهرحال هو سرڪاري عهدي تي برقرار رهيو. ان سال پشڪن پنهنجو طويل نظم 'Ruslan and Ludmila' شايع ڪيو. جيڪو لوڪ داستان تي مشتمل هو. ان نظم جي ذريعي هو روس جي مشهور شاعرن ۾ ڳڻجڻ لڳو. مٿس لارڊ بائرن جو اثر به نظر اچي ٿو. هن مشهور ڪتاب 'Eugene Onegin' 1823ع ۾ لکڻ شروع ڪيو. جنهن کي پهريون عظيم روسي ناول سمجهيو وڃي ٿو. هي شاعراڻو ناول 1831ع کان اڳ مڪمل نه ٿي سگهيو. 1823ع ۾ اوڊيسا منتقل ٿيڻ تي پشڪن هڪ آفيسر جي شديد ناپسنديدگيءَ جو نشانو بڻيو. ٻئي اڳئين سال هن کي نوڪريءَ تان فارغ ڪري بسڪوف لڳ پنهنجي ماءُ جي جاگير ڏانهن موڪليو ويو. اتي هن شيڪسپيئري روايت ۾ هڪ روسي تاريخي ٽريجڊي 'Boris Godunov' (1824-25ع) لکي، جيڪا ڇهن سالن کانپوءِ شايع ٿي.

ان کان سواءِ هڪ تاريخي ناول 'The Captains Daughter' (1836ع) به لکيائين. هن جي افسانن مان 'The Queen of Spades' گهڻو مشهور آهي. پشڪن هڪ ڊيوئل (هڪ قسم جي ويڙهه) ۾ رسيل زخمن سبب 1837ع ۾ وفات ڪري ويو.

**پشو پاشا**: 'پشو پاشا' سنڌي ٻوليءَ جي جديد ۽ پهرين صف جي ڪهاڻيڪار جمال ابڙي جي افسانن/ ڪهاڻين جو مجموعو آهي. هن مجموعي جون ڪهاڻيون همعصر دور جي ڪهاڻين ۾ فن، پيشڪش ۽ فڪر جي حوالي سان منفرد ۽ امتيازي حيثيت رکن ٿيون. جمال ابڙي هن ڪهاڻي- ڪتاب ۾ زندگيءَ جي مختلف رخن ۽ ڪردارن کي وڏي فن سان پيش ڪيو آهي. هن سماجي حقيقت نگاريءَ جو اعليٰ مثال پيش ڪندي، سماج جي هر طبقي جي مسئلن کي خوبصورت پيرائي ۾ بيان ڪيو آهي.




هن ڪتاب جي پهرئين ڇاپي ۾ جيتوڻيڪ سنڌس صرف 12 ڪهاڻيون شامل هيون، پر انهن جي بنياد تي ڪيس 'سنڌ جو گورڪي' سڏيو ويو. شيخ اياز، 'پشو پاشا' تي تبصرو ڪندي لکيو هو ته: "روسي اديب آئزڪ بيل به جمال ابڙي جي 'پشو پاشا' وانگر صرف هڪ ئي ڪتاب لکيو هو 'سرخ رسالو'، جنهن تي اسٽالن ڪيس قتل ڪرائي ڇڏيو هو. پر هو دنيا جي ادب ۾ امر ٿي چڪو آهي. جمال ابڙي کي به سنڌي ادب ۾ امرتا ملي چڪي آهي. ان جي

ڪهاڻين جي مجموعي جو جڏهن ترجمو ٿيندو ته اهو سڄي برصغير جي ادب ۾ پنهنجي جاءِ جوڙي وٺندو."

پشو پاشا جا هن وقت تائين چار ڇاپا ڇپجي چڪا آهن. پهريون ڇاپو 1959ع ۾ زندگي پبليڪيشن، حيدرآباد پاران ڇپايو ويو، ٻيو ڇاپو 1972ع ۾ سهڻي پرنٽرز، حيدرآباد، ننڍي سائيز ۾ 'بدمعاش' جي عنوان سان ڇپايو هو. جڏهن ته ٽيون ڇاپو، 1976ع ۾ ورستي پبليڪيشن، ڪراچيءَ طرفان ڇپايو ويو ۽ هن ڪتاب جو چوٿون ڇاپو 1992ع ۾، ثقافت کاتي پاران ڇپايل ڪتاب 'جمال ابڙو: ڪهاڻيون، مضمون، شخصيت' ۾ شامل ڪيو ويو آهي، جنهن ۾ جمال ابڙي جون جملي سترهن (17) ڪهاڻيون ڏنيون ويون آهن.




جمال جي ڪهاڻين جو سڀ کان اهم موضوع سنڌ جو عام ۽ غريب ماڻهو آهي، جنهن جي چوڌاري زندگيءَ جا هزارين پنجوڙ ٻڌل آهن. جمال جي ڪهاڻين ۾ ظالم ۽ ظلم سهندڙ ٻئي ڪردار پنهنجي اصلي رنگ ۽ روپ ۾ ظاهر ٿين ٿا. سنڌس ڪهاڻين جا عنوان هيٺينءَ ريت آهن: (1) 'مان مڙد'، (2) 'بدتميز'، (3) 'پيراڻي'، (4) 'شاهه جو ڦر'، (5) 'بدمعاش'، (6) 'منهن ڪارو'، (7) 'هُوَ حُر هو'، (8) 'ڪارو پاڻي'، (9) 'مهرباني'، (10) 'خميسي جو ڪوٽ'، (11) 'لاري'، (12) 'پشو پاشا'، (13) 'پاشا'، (14) 'سينڌ'، (15) 'فرشتو'، (16) 'ماءُ جي جهولي'، (17) 'لاٽ'.

پشو پاشا جا پنجابيءَ ۽ اردوءَ ۾ به ترجما ٿي چڪا آهن. پنجابيءَ ۾ ترجمو پروفيسر محسن عباسيءَ ڪيو هو. جيڪو پاڪستان پنجابي ادبي بورڊ لاهور. آگسٽ 1999ع ۾ ڇپايو هو. ڊيمي سائيز جي 88 صفحن جي هن ڪتاب جي قيمت 40 روپيا رکيل آهي. پشو پاشا جو اردو ترجمو ممتاز سولنگيءَ ڪيو آهي. جيڪو شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر، ڪراچي يونيورسٽيءَ (آڪٽوبر 2003ع) ڇپايو آهي. هن ڊيمي سائيز جي 224 صفحن تي مشتمل ڪتاب جي قيمت 200 روپيا رکيل آهي ۽ ان ۾ جمال ابڙي جي ڪهاڻين کان سواءِ سنڌس مضمون به شامل ڪيا ويا آهن.

**پشوري**: روزگار جي سانگي پشاور مان آڳاٽو لڏي آيل ڪي ماڻهو حيدرآباد شهر ۾ اچي رهيا، جن جي رهائش وارن علائقن کي 'پشوري پاڙا' سڏيو ويو. جن مان رسالا روڊ، گول بلڊنگ وارو پشوري پاڙو، گنج بخش جي پڙ سان لاڳو پشوري پاڙو ۽ ٽنڊي طيب جو پشوري پاڙو مشهور آهن. ڀارت ۾ رهندڙ مشهور سنڌي اديب جهمون ڇڳاڻي به پشوري پاڙي جو هو. جيڪو هن وقت ڀوپال (ڀارت) ۾ رهي ٿو.

پشاور مان آيل انهن ماڻهن جا رواج ۾ آندل پشوري برقعا، پشوري سينڊل، پشوري آئسڪريم، پشوري ڪڪڙ ۽ پشوري جانور انفراديت رکن ٿا.

**پشين**[1]: پشين بلوچستان صوبي جو هڪ شهر ۽ ضلعو آهي، جيڪو تاريخي حيثيت رکي ٿو. پشين شهر 13 صدي عيسويءَ ۾ 1221ع ڌاري مغل سلطنت جي هٿ هيٺ قنڌار جو حصو رهيو. 15 صديءَ جي وچ ڌاري تيمور لنگ ۽ ان کان پوءِ هن تي ترين گهراڻي جو تسلط رهيو. 1530ع ۽ 1545ع جي وچ ڌاري قنڌار صوبو همايون بادشاهه جي ڀاءُ مرزا ڪامران جي هٿ هيٺ رهيو. هن جي وفات 1556ع کان پوءِ قنڌار ۽ ان سان لاڳاپيل علائقا، پرشا جي صفوي بادشاهن جي هٿ هيٺ 1595ع تائين رهيا، جنهن کان پوءِ ٻيهر ان تي مغلن جو قبضو ٿيو. 1622ع ۾ قنڌار ڪجهه عرصي لاءِ ٻيهر صفوي حاڪمن جي اثر هيٺ رهيو. 17 صديءَ جي آخر ۾ بروهين زور ورتو ۽ پشين ۽ ڪوئيٽا سندن هٿ هيٺ اچي ويا. مير وعظ غلزئي 1709ع ۾ قنڌار تي قبضو ڪيو ۽ 1725ع ۾ پشين کي مير عبدالله، غلزين سان قنڌار وٽ ناهه ڪري پنهنجي هٿ هيٺ آندو. 1733ع ۾ شاهه حسين غلزئي بروهين کي پڇائي ڪڍيو ۽ هن ڪوئيٽا ۽ مستونگ تي قبضو ڪري ورتو ۽ بعد ۾ نادر شاهه جي حڪمران ٿيڻ تي ان جي حوالي ٿيو بعد ۾ هي علائقو دراني قبيلي جي هٿ ۾ رهيو. جن کان پوءِ بارڪزئين جو تسلط رهيو. پهرين افغان جنگ دوران ڪوئيٽا، 1839ع ۾ انگريزن جي هٿ هيٺ آيو. 1842ع ۾ پشين ۽ شور (Shourad) تي افغانن قبضو ڪيو. مئي 1879ع ۾ انگريزن سان ناهه جي نتيجي ۾ ڪجهه ٻين ضلعن سميت انگريزن کي مليو. 1882ع ۾ انگريزن ۽ پشين جي وچ ۾ دائمي ناهه ٿيو. جنهن موجب اپريل 1883ع ۾ ڪوئيٽا انگريزن جي حوالي ٿيو. جنهن ۾ پشين کي به گڏيل انتظامن هيٺ رکيو. سر ايڇ. ايس. برنس. پهرين انگريز ايجنٽ جي هٿ هيٺ هڪ انتظامي يونٽ بڻايو ويو. 1947ع تائين ساڳئي صورتحال رهي. برصغير جي ورهاڱي کان پوءِ 1975ع تائين پشين ۽ ڪوئيٽا گڏيل يونٽ رهيا. جڏهن ته 1975ع ۾ پاڪستان سرڪار ڪوئيٽا ۽ پشي کي ڌار ڌار ضلعن جي حيثيت ڏني. هن وقت پشين ضلعي ۾ پٺاڻ آبادي اڪثريت ۾ رهي ٿي. هتي ٻين ڪيترن قبيلن سميت چار وڏا قبيلا: ترين، اڇڪزئي، ڪاڪڙ ۽ سيد آباد آهن. هتي جي پيداوار ۾ صوف، چيري، انگور، بادام ۽ ناسپاتيون وغيره شامل آهن. هن ضلعي جا چار تعلقا برشور (Barshore)، ڪَريزت (Karezat)، پشين (Pishin) ۽ هُرمزئي (Hurramzai) آهن.

**پشين**[2]: اٺ جو هي نسل اصل بلوچستان جي علائقي پشين جو هجڻ جي ڪري سنڌ ۾ پشين سڏيو وڃي ٿو. هي اٺ پشين ۽ ڪوئيٽا ۾ پاليو وڃي ٿو. هي رنگ ۾ گهرو ناسي ۽ ڳاڙهاڻ مائل ٿئي ٿو. هن جو بدن مضبوط، ڳچي ٿلهي ۽ ٿوهو اپريل هوندو آهي. هن کان مال برداريءَ جو ڪم ورتو وڃي ٿو. رهاڙين جي چوڻ مطابق هن نسل جي ائن جي اڄ سهڻ جي قوت مدافعت ويهه ڏينهن ٿئي ٿي، بعد ۾ هن جي نظر گهٽ ٿئي ٿي. هڪ اندازي مطابق ٽيهن ڏينهن کان پوءِ سنڌس موت واقع ٿئي ٿو (وڌيڪ ڏسو: اٺ- پهريون جلد).

**پشينگي**: بلوچستان جي هڪ واديءَ جو نالو "پشنگ" آهي، ان نسبت سان اتي رهندڙ پٺاڻ، پاڻ کي "پشينگي" چوائين ٿا. هي پاڻ کي سيد به چوائيندا آهن. سيد حبش نالي بزرگ پشينگي سلطان ڪوٽ وارو هن خاندان مان ٿي گذريو آهي.

**پطرس بخاري**: اردوءَ جو ناميارو اديب، ريڊيي جو شهرت يافته براڊ ڪاسٽر ۽ تعليمي ماهر احمد شاهه 'پطرس' بخاري، پهرين آڪٽوبر 1898ع تي پشاور ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم ڪوئيٽا مان حاصل ڪرڻ کان پوءِ هن

گورنمينٽ ڪاليج لاهور مان گريجوئيشن ڪئي، بعد ۾ ڪئمبرج يونيورسٽي لنڊن جي اميونيئل ڪاليج مان انگريزيءَ ۾ ايم. اي ڪيائين. 1927ع ڌاري اعليٰ تعليم پوري ڪري هيءُ واپس ڏيهه پهتو ۽ گورنمينٽ ڪاليج لاهور ۾ پروفيسر طور خدمتون سرانجام ڏنائين. هندستان جي ورهاڱي کان اڳ ڪيس 1947ع تائين آل انڊيا ريڊيو جو ڊائريڪٽر جنرل منتخب ڪيو ويو هو. پاڪستان ٺهڻ بعد 1947ع کان 1950ع تائين گورنمينٽ ڪاليج لاهور جو پرنسپال ٿي رهيو. ان زماني ۾ پطرس جي نالي سان طنز ۽ مزاح تي مبني ڪالم لکندو هو، جن ڪافي مقبوليت ماڻي. 1950ع ڌاري کيس پاڪستان حڪومت پاران اقوام متحده ۾ مستقل نمائندو مقرر ڪيو ويو. 1952ع ڌاري هن سلامتي ڪائونسل ۾ پاڪستان جي نمائندگي ڪئي. بهتر خدمتون سرانجام ڏيڻ جي بدولتِ 1954ع ۾ اقوام متحده جهڙي عالمي اداري جي سڌ سماءَ واري کاتي ۾ ڊپٽي سيڪريٽري مقرر ٿيو. ان کانپوءِ ڪجهه عرصي لاءِ اداري جو انڊر سيڪريٽري به رهيو. 1972ع ڌاري سنڌس مضمونن جو ڪتاب "پطرس ڪي مضامين" جي نالي سان ڇپجي مقبوليت ماڻي چڪو آهي. پطرس بخاريءَ جي نالي سان اسلام آباد ۾ هڪ روڊ به آهي، جنهن روڊ تي پاڪستان اڪيڊمي ادبيات ۽ مقتدره قومي زبان جا ادارا موجود آهن. پطرس بخاريءَ جي وفات کان 45 سال پوءِ جنرل پرويز مشرف جي دؤر ۾ سندس خدمتن جي اعتراف طور 2003ع ۾ کيس "هلال امتياز" جي تمغي سان نوازيو ويو. هيءُ 5 ڊسمبر 1958ع تي وفات ڪري ويو. سنڌس مزار نيويارڪ ۾ آهي.



**پَڪا** (Caper Fruits): ڪرڙ جي وڻ جو ڦَل، جيڪو ڏيلهن جي صورت ۾ ٿيندو آهي. ڏيلها ڪچا هوندا ته انهن کي 'ڏوڙا' چئبو آهي، ۽ پچي ڳاڙها ٿيندا ته 'پڪا' سڏبا آهن. ڏوڙن مان آلاڙو ۽ آچار ٺهندو آهي، سڄيءَ سنڌ ۾ ۽ خاص ڪري ٿر ۾ پڪن کي ميوي طور کائيندا آهن. پڪا سخت قبضي ڪندا آهن، ان ڪري هڪ پهاڪو مشهور آهي "پٽسي جا پڪا، ٽڪو لڌ ڪڍائي". اهو پهاڪو ان وقت ڏيندا آهن، جڏهن ڪو ماڻهو 'پٽسي جو پڪو' يا ڪنجوس هوندو آهي ۽ سستي هئڻ سبب (پڪن جهڙي) ڪا اهڙي شيءِ وٺي، جيڪا پوءِ کيس مهانگي پئجي وڃي.



**پڪا چانگ**: ضلعي خيرپور، تعلقي فيض گنج ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حاجي فيض محمد، ڪندوخان شر، نورل بالادي، ڦوٽوخان مجيداڻو، حاجي محمد حسن چنا، دين محمد چانگ، زوار طاهر راڄپر، سائين بخش چانگ، صوبدار خان چانگ، نهال خان مشوري ۽ محمد هاشم چانگ.

- هن ئي نالي سان پڪا چانگ جو شهر آهي، جنهن تي چانگ ذات وارن پويان هيءُ نالو پيل آهي ۽ تعلقي فيض گنج جو هيڊ ڪوارٽر آهي. هن شهر جي چوڌاري زرخيز زمينون آهن. هيئنر پريا روڊ تائين شهر ٺهڻ سبب خاشي ترقي ڪري ويو آهي. هتي ڊگري ڪاليج، پرائيويٽ ڪاليج، اسڪول ۽ اسپتالون آهن. هن شهر جي آدم شماري تيزيءَ سان وڌي رهي آهي.

**پُڪار** (اخبار): 'پڪار' اخبار 1950ع ڌاري حافظ غوث بخش سومري ۽ نياز همايونيءَ جي گڏيل ڪوشش سان شڪارپور مان نڪتي هئي ۽ اٽڪل 12 مهينا شايع ٿيڻ کانپوءِ بند ٿي وئي. هن وقت ساڳئي نالي سان سکر مان هڪ روزاني اخبار 'پڪار' به نڪري ٿي.

**پَڪريز**: هڪ قسم جي بيماري، جنهن ۾ سڄي جسم ۾ ملو پڪڙجي ويندو آهي. هن بيماريءَ ۾ هڪڙي ڦٽ جو ريشو هئي ڦٽ کي پيدا ڪندو آهي. اها بيماري خاص ڪري سرءُ جي مند ۾ يا برسات کان پوءِ پيدا ٿيندي آهي. هن کي طبي ٻوليءَ ۾ Pus يا Abcess چيو وڃي ٿو. هيءَ بيماري رت جي مرده نالين ۾ بيڪٽريا تي مشتمل ڦڪي/ پيلي پيل مادي جي ڪنهن زخم ۾ جمع ٿيڻ سان واقع ٿيندي آهي ۽ پوءِ اهو پيلي رنگ جو مادو انهن ڦٽن مان گند جي صورت ۾ وهي نڪرندو آهي.

**پڪ سرائون مقبرو**: هي پڪ سرائون مقبرو، مڪلي قبرستان ۾، ڄام نظام الدين جي مقبري جي ڏکڻ اولهه ۾ آهي. احاطي جا بنياد پٿر جا آهن، جن جي ماپ 30.6 x 43.3 فوٽ آهي. پٿيون تمام ٿلهيون 5.3 فوٽ آهن. ڏکڻ اوپر جون ڪُنڊون پٽ جي ٻنهي پاسي نيري رنگ جون چمڪندڙ ڪاشيءَ جون سرون لڳل آهن، جيڪي ڦِٽي ويون آهن. ساڳئي نموني گهري نيري رنگ جون ڪاشيءَ جون سرون ڏکڻ طرف پٽ تي لڳل آهن. احاطي کي اصل ٽي لنگهه آهن. هڪ اوپر ۾، ٻيو ڏکڻ ۾، ۽ ٽيون اتر ۾. مقبري اندر ڪيتريون ئي قبرون آهن، جن مان ڪي ساديون ته ڪي سينگاريل آهن. ڪجهه قبرون ٿلهي تي پڙ آهن. انهن مان هڪ قبر مٿان ڪلنگو لڳل آهي. ڪلنگي جي مٿان هيري ڪٽيون اڪريل آهن. جيڪي الڳ الڳ خانن ۾ آهن. هر خاني ۾ الڳ کجيءَ جي وڻ جي اُڪر ٿيل آهي. قبر جي هڪ پاسي عربيءَ ۾ لکت آهي. پر ڪو به نالي وارو ڪتبو لڳل نه آهي. تنهنڪري "پڪ سرائون مقبرو" سڏيو وڃي ٿو. هن مقبري ۾ ڪير دفن آهي، ان جي ڪا خبر نه پئجي سگهي آهي.

**پڪو**[1]: اهو علائقو، جنهن جي زمين سخت هجي. درياهه کان پرانهين زمين، جتي پاڻي ڏکيو پهچي ان کي پڪو چئبو آهي. زمين جي انهيءَ نوعيت سان ڪن ديهن جو نالو به 'پڪو' پئجي ويو آهي جهڙوڪ: "پڪو ڪشمور"، تعلقي ڪشمور ۾ هڪ ديهه پڪو ڪوٽ شاهو، تعلقي شڪارپور ۾ هڪ ديهه پڪو ڪوسڪي، تعلقي ڪشمور ۾ هڪ ديهه وغيره.

**پڪو**[2]: اهو ضلعي جيڪب آباد جي تعلقي ٺُل ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ليمون لاشاري، ميرل بنگلاڻي، امان الله بنگلاڻي، مولابخش مري ۽ اياز احمد ڪوسو

**پڪواز**: پڪواز کي ڊولڪ به چوندا آهن. پڪواز، اصل 'پڪاوج' لفظ جي بگڙيل صورت آهي. هي دهل جو ننڍو قسم آهي ۽ ان جي سموري بناوت دهل جهڙي ٿيندي آهي.

پکواز کي ٻہ پاسا، هڪ نر ۽ ٻيو مادي ٿئي. هڪ کي ڏامون ۽ ٻئي کي ٻڙي چون. ڏامون ٿلها ٻول ڏئي، جڏهن تہ مادي سنها ٻول. دهل جو آواز وڏو ٿيندو آهي، جڏهن تہ ڊولڪ جو آواز ننڍو ٿيندو آهي. هن جا ٻول طبلي وانگر آهن. هن مان ڌا- ڌن- ڌي- ڌت- ڪِٽ- ڪَتِ- ڪن- ڪتا وغيره جا ٻول ادا ڪيي سگهجن ٿا.



پکواز موسيقيءَ ۾ تال جو ساز آهي. پکواز سهرن ۾ عورتون بہ وڄائينديون آهن. سهري واري وڄت کي "پڇنڊ" چوندا آهن. هن مان ڪلواڙي، تين تال، ڪهروا جا تال مڪمل ۽ سنا نڪرندا آهن. پکواز کي ڏونڪن سان نہ، پرهٿن سان وڄائبو آهي.

**پَڪوانُ**: گيهہ ۾ تريل ميدي يا اٽي جي سنهي ڪڙڪ ماني، 'پوري' نرم ٿيندي آهي ۽ پڪوان سخت ٺاڪئون ٿيندو آهي. سنڌ جي عام طور اڪثر شهرن ۾ گهر ۾ يا هوٽلن تي نيرن مهل 'دال پڪوان' ملندا آهن. جن ۾ پڪوان مٿان ڪٽي مگن جي تہ ڪٽي مٽرن جي دال رکي مٿان سائي چٽڻي وجهي ڏيندا آهن. اهي دال پڪوان ڏاڍا سوادي ٿيندا آهن.

لفظ 'پڪوان' مجموعي طور تي سٺن کاڌن لاءِ بہ استعمال ٿيندو آهي، لفظي معنيٰ پڪل کاڌو اٿس.

**پڪو باڊاهي**: ضلعي جيڪب آباد، تعلقي ڪشمور ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سانول سنڌڙو، جمال خان ماڇي، غلام مهر، دلمراد چاچڙ، خالد ماڇي.

**پڪو باهہ**: تعلقي گهوٽڪيءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ لنڊي مياڻي، گيمڙو ۽ ارباب چاچڙ ڳوٺ شامل آهن.

**پڪو بخشو**: تعلقي گهوٽڪيءَ جي هڪ ديهہ جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

محمد خان گهوٽو حسن چانڊيو جلال ٻيلي، پانڌي گهوٽو، ڪريم ڏنو گهوٽو ۽ گل محمد ڪلادي ۽ مراد گهوٽو

**پڪو بدمعاش** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب محمد بخش جوهر جو لکيل آهي، جيڪو جاسوسي طرز جي ڪهاڻيءَ تي مشتمل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 148 صفحا آهن ۽ قيمت بہ رپيا 50 پئسا آهي. ڇاپو ٻيو آر. ايچ. احمد اينڊ برادرس، مدينہ پريس حيدرآباد مان سال 1964ع ۾ ڇپايو ويو.

**پڪو ڏاهي**: تعلقي ڪشمور جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سانول سنڌڙو، جمال خان ماڇي، غلام مهر، دلمراد چاچڙ، طالب ماڇي ۽ جمال سنڌڙو.

**پڪو بندي**: ضلعي سکر، تعلقي ميرپورماٿيلي ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺ ڄاڻايل ڳوٺ شامل آهن:

پريو گبول الاهي بخش گبول اسحاق گبول قاسم گهوٽو، ڪريم بخش گهوٽو گل محمد گهوٽو سدورو ٽانوري، بشيراحمد آرائين ۽ عظيم اوڳاهي.

**پڪو بندي شاهپور**: ضلعي سکر، تعلقي پني عاقل ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڦل ڳوٺ، گاجي جماڻي، عطا محمد چاچڙ، بابل چاچڙ، خضر چاچڙ ۽ ڪمال چاچڙ.

**پڪو بهادرپور**: ضلعي جيڪب آباد، تعلقي ڪشمور ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

بهادر نائچ، گل محمد نائچ، ڪريم بخش جکراڻي، وريو مل، محمد خان ڪوسو، الهيار ملڪ، خدابخش دستي، علي نواز ڪوسو لشڪران جکراڻي، جان محمد ڪوسو، داد محمد ستي ۽ قمرالدين.

**پڪو تلاءُ**: انگريزن جيڪب آباد شهر کي پاڻي مهيا ڪرڻ جي سهولت خاطر 1853ع ۾ هي تلاءُ ٺهرايو ۽ ان سان گڏ چار کوهہ بہ ٺهرايا هئا. تلاءَ جي ڪنارن تي گدامڙي، نم ۽ ٻڙ جا وڻ بہ لڳايا ويا هئا. کوهن کي ٻتو واهہ وسيلي پاڻيءَ سان ڀريو ويندو هو. تلاءَ جي چوڌاري حفاظتي ڀت نہ هئڻ ۽ تمام اونهو هئڻ ڪري، هر سال ڪو نہ ڪو ماڻهو هن ۾ ٻڏي مرندو هو. ان ڪري تلاءَ جو نالو عام ماڻهن جي زبان تي "خوني تلاءُ" پئجي ويو. ان کان سواءِ شهر کي وڌيڪ پاڻي مهيا ڪرڻ واسطي هڪ ٽانڪي بہ ٺاهي وئي. جنهن کي "نور واهہ" مان پائيپن وسيلي پاڻيءَ سان ڀريو ويندو هو. وقت سان گڏ هي تلاءُ گندو ٿي ويو ۽ ان کي گند ڪچري سان ڀريو ويو. ان جاءِ تي هن وقت سبزي منڊي ۽ مانجهي پور جو بس اسٽاپ قائم آهي. هن نالي سان سکر شهر ۾ هڪ علائقو بہ آهي.

**پڪو ٽٻي**: ضلعي سکر جي ميرپورماٿيلي تعلقي ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

خيرو ۽ چنگل گهوٽو، عبدالله گهوٽو، جانو گهوٽو، ٽٻي ۽ بشير احمد جت.

**پڪو پهہ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ڪوڙي مل چندنمل کلناڻيءَ جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 96 صفحا آهن ۽ قيمت 4 آنا آهي. هيءُ ڪتاب تعليم کاتي ڪراچي، سال 1874ع ۾ ڇپايو. هن ڪتاب جو پنجون ڇاپو سال 1896ع ۾ ڇپيو. هن ڪتاب جو موضوع عورتن جي تعليم آهي.

**پڪوڙا**: ٻيسڻ مان ٺهيل ۽ تيل ۾ تريل هڪ قسم جو کاڌو، جنهن جا عام قسم آهن: سنها پڪوڙا، مرچائي پڪوڙا ۽ پٽاٽي وارا پڪوڙا، انبڙين وارا پڪوڙا، ان کان سواءِ ڪي ماڻهو پنهنجي پسند تي خاص آرڊر ڏئي پڪوڙا ٺهرائيندا آهن، جن ۾ ٻهن وارا پڪوڙا، واڱڻ وارا پڪوڙا، آچار وارا پڪوڙا يا پالڪ وارا پڪوڙا وغيره شامل آهن. اڄ ڪلهہ ڪُڪڙ جي گوشت جا ٽڪرا ڪري ٻيسڻ ۾ ٻوڙي انهن جا بہ پڪوڙا ٺاهيا ويندا آهن. ان کان سواءِ مڇيءَ جا پڪوڙا بہ ٺهندا آهن. پڪوڙا ڳنڍڻ طور مانيءَ يا ڀت سان کائبا آهن. سنڌ ۾ خاص ڪري حيدرآباد ۽ ٻين وڏن شهرن ۾ ماڻهو 'ڇهر' طور رات



جو پکوڙا نندڙين ڊبل روٽين سان کائيندا آهن. سنڌ ۾ ڪجهه شهرن جا پکوڙا خاص طرح مشهور آهن، جن ۾ پان سعيد آباد، پنوعاقل، ٽنڊو محمد خان وغيره شامل آهن. حيدرآباد ۾ ورهاڱي کان ڪشُو پکوڙائي مشهور هو. هينئر اتي ڪلو پکوڙي وارو مشهور آهي، جڏهن ته قاسم آباد، حيدرآباد ۾ هڪ چوڪ جو نالو به پکوڙا چوڪ آهي. جنهن کي هينئر شهيد بينظير چوڪ به سڏيو وڃي ٿو.

**پکو سنديلو:** تعلقي ڏوڪريءَ جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: حڪيم سنديلو، پکو سنديلو، جمعو ميتلو، موسو ميتلو، غلام نبي جتوئي، سيد بچل شاهه، ديرڻ جتوئي، ڪڙيو ۽ بهار موچي.

**پکو سيتا:** تعلقي دادوءَ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سيتا ڳوٺ، سيتا نندي، ماڇي ڳوٺ، چانڊيا، ڪاٺ وڏو، ڪاٺ ننڍو، ڪمال خان چانڊيو، چڪ بچل خان چانڊيو، شيرمحمد ڪلهوڙو، ميرخان چانڊيو، الهرکيو ڊکڻ، حاجي غلام علي چانڊيو، واهڻ ڪنير، داري ڪلهوڙو، ميرخان چانڊيو ۽ ميرمحمد چانڊيو.

**پکو قلعو:** ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جو 1768ع ڌاري ٺهرايل هيءُ قلعو جنهن کي پکو قلعو ڪوٺيو وڃي ٿو. 22 ´25 ° اتر ۽ 41 ´68 ° اوڀر حيدرآباد ريلوي اسٽيشن جي پرسان موجود آهي. هن قلعي جو گهيرو اٽڪل هڪ ميل ۽ بلندي 80 فوٽ آهي. پگهانداس پگهوان هن قلعي جي پکيڙ 36 ايڪڙ ٻڌائي آهي.

هي قلعو پنج ڪنڊي ۽ بيضوي شڪل جو آهي، جو پڪين سرن ۽ گج مان ٺهيل آهي. مهر ڪاڇيلو قلعي جو ذڪر ڪندي لکي ٿو ته "قلعي جي اتر طرف هڪ وڏو در ۽ هڪ چور دروازو هو ست، اٺ بي ترتيب مورچا آهن. اوڀر ۽ ڏکڻ واري فصيل اوچائيءَ تي آهي. اولهه واري پاسي تي به فصيلون آهن. ٻاهر واري فصيل گول ڪمان وانگر بيضوي شڪل ناهي ٿي. انهن فصيلن جي وچ ۾ هڪ ڪمرو لانڍيءَ وانگر آهي، جنهن جي ٻنهي پاسن کان ڇت لاهينءَ تي آهي. چون ٿا ته اهو بارود خانو هو. ڪن جو خيال آهي ته


پڪي قلعي جو هڪ ڏيک

اهو اناج لاءِ گودام آهي. انهن فصيلن جي وچ ۾ ڪاٻه ٻي جڳهه نه آهي. اندرين فصيل ۾ هڪ چور دروازو گودام طرف وڃي ٿو." ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ لاءِ ڪم ڪندڙ نائن ڪرو 1799ع ۾ سنڌ آيو ۽ هو هت سترهن مهينا رهيو. هو لکي ٿو ته: "حيدرآباد جو ڪوٽ سنهي پٽ سان آهي، جنهن تي ٽويون رکيل آهن، پر اندران مٽيءَ جو ٿلهو پراڻ اٿس. ڪجهه مٽي اصلوڪي ۽ ڪجهه هٿرادو پيل آهي. ان ڪري پٽ کي ٽوڙڻ مشڪل آهي.

سمورو قلعو سرن جو ٺهيل آهي. سؤ والن کان وڌيڪ ويڪر نه اٿس. ڪوٽ جي پٽ جي ڊيگهه اٽڪل منو ميل ٿيندي، ان ۾ ٽوپن رکڻ لاءِ جايون آهن. مورچا وغيره ڪونه اٿس. اهو هڪ ڊگهي سوڙهي ٽڪريءَ جي ڪنڌ تي ٺهيل آهي، جيڪا سيني پاسن کان اڀي آهي. ٽڪريءَ جي آسپاس واري ايراضي سنڌو نديءَ جو هڪ ڇيٽ آهي، جنهن جي ويڪرچھ کان اٺ ميل ۽ ڊيگهه ويهه کان ٽيهه ميل ٿيندي. اها ايراضي آباد ۽ زرخيز آهي ۽ آبڪلاٽي


پڪي قلعي جو واچ ٽاور

۾ پاڻيءَ جي اٿل هيٺ ايندي آهي." والٽر هملٽن هن قلعي بابت 1820ع ۾ بيان ڪري ٿو ته "هي قلعو هڪ ٽڪريءَ تي آهي ۽ هڪ هزار قدم ڊگهو آهي. ان جي هڪ طرف ڦليلي ۽ ٻئي طرف ٽن ميلن جي مفاصلي تي سنڌو ندي آهي. قلعو پنج ڪنڊو ۽ ٽڪريءَ جي بيهڪ مطابق آهي. قلعي جون پٽيون سرن جون آهن ۽ منجهس بندوقن لاءِ مارا آهن. ڪيترن هنڌن تي ٽڪري ايتري مٿانهين آهي. جو جيڪڏهن هن پٽ کي ٽوڙي ڇڏجي، ته به قلعي تي چڙهڻ ناممڪن آهي."

هي ڪوٽ هڪ ميل قطر ۾ ڦهليل آهي، جنهن جي اوچائي 80 فوٽ، پکيڙ 36 ايڪڙ، قلعي جو ڊگهي ۾ ڊگهو حصو اوڀر کان اولهه 2430 فوٽ ۽ وڌ ۾ وڌ ويڪر اتر کان ڏکڻ 900 فٽ آهي، قلعي جي اتر واري ٻانهين (پگهل پٽ سميت) 3100 فوٽ ۽ ڏکڻ واري ٻانهن 3080 فوٽ آهي، پٽ رتا موجب قلعو ذري گهٽ مستطيل آهي. قلعي جي وچ ۾ ڪنهن وقت نگاهه رکڻ لاءِ ٽاور ٺهيل هو، جتان اندر توڙي ٻاهر پري تائين نگاهه ويندي هئي.

ميان غلام شاهه ڪلهوڙو 1182هه/ 1768ع ۾ جڏهن حيدرآباد آيو، تڏهن اتي هڪ قلعي ٺهرائڻ جو خيال آيس، جتي اڳيئي پراڻو قلعو ٺهيل هو. جيڪو صدين کان زبون حالت ۾ هو. ميان غلام شاهه ڪلهوڙي سنڌو درياهه جي ڪاهي ڪپ تي پراڻي شهر پرسان گنجي ٽڪر جي هڪ شاخ تي پڪين سرن جو هڪ عظيم الشان قلعو تعمير ڪرائي هڪ نئون تاريخي شهر ٻڌي مٿس حيدرآباد نالو رکيائين ۽ اتي رهائش اختيار ڪيائين ۽ حيدرآباد کي سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ ڪيائين. ميان غلام شاهه ڪلهوڙي قلعي ۾ اندر پنهنجي رهائش لاءِ هڪ محل ٺهرايو، جيڪو هوبهو شيش محل جهڙو هو. حرم سراءِ کان سواءِ هن محل "۾ ديوان عام ۽ ديوان خاص پڻ ٺهرايائين. هي ميان صاحب جو آخري ۽ سڀ کان وڏو تعميري ڪارنامو هو. قلعي جي دروازي مٿان هڪ پٿر نصب ڪرايائين. جنهن جي چئني طرف هيٺين عبارت تحرير ٿيل آهي:

ساڄي پاسي تي:

**الله اڪبر اللهم صلي وسلم علیٰ محمد و علي و فاطم**

مٿان:

**والحسن والحسين و علي و محمد و جعفر و موسیٰ و علي**

ڪاٻي پاسي تي:

**و محمد وعلي و الحسن و محمد المهدي الهادي**

هيٺان:

**بامر عالي مظهر ولايت ميان غلام شاهه خان عالي بن ميان نور محمد بن ميان يار محمد بن ميان نصير محمد عباسي.**

پٿر جي وچ تي هيءَ آيت تحرير ٿيل آهي:

**"يا رب اجعل هذا البلد آمنا"**

**1182ھ**

[اي مالڪ هن شهر کي امن وارو ڪر]

هن تختيءَ جي تحرير مان هن قلعي جي تڪميل جو سال 1182ھ يعني 1769ع نڪري ٿو.

ميان سرفراز خان به حيدرآباد جي پائي پوڻ تي هڪ نظم لکيو هو، جنهن جي آخري شعر مان قلعي ۽ شهر جي بنياد پوڻ جو سال نڪري ٿو:

**"ازعطا هائي واهب ديان**
**حيدرآباد گشت آبادان"**

**1182ھ**

ميان سرفراز جي هن شعر جي ٻنهي مصرعن جي هر لفظ سواءِ "از" جا ابجدي حرف جمع ڪرڻ سان سن نڪرندو.

مرزا گل حسن "احسن" ڪربلائي "ٺئين زندگي" ۾ لکي ٿو ته: "هن قلعي جو ڪم استاد شفيع محمد ملتانيءَ، ٻين ڪاريگرن سان گڏجي ڪيو هو ۽ ان ڪم جي نگراني مرزا احمد خراساني ڪري رهيو هو. سارو قلعو گج ۽ چوني سان جوڙيو ويو. انهي دور ۾ ڪاريگرن جي روزانه اجرت 10 پيسا ۽ مزورن جي 6 پيسا هئي.

ڪوٽ جي دروازي کي خوبصورت بنائڻ لاءِ دروازي جي ٻاهران ۽ مٿان پٽ ۾ هڪ وڏو سهڻو محراب ٺاهيو ويو. ان محراب هيٺان وچ تي نالي واري سنگِ مرمر جي تختي لڳل هئي. محراب ۾ تختي ۽ دروازي مٿان هڪ مستطيل ڪانچي ۾ وري هڪ ننڍو محراب آهي. جنهن اندر وري چؤڪور ۾ ٽيون ننڍڙو محراب آهي. سڀ چؤڪور ۽ محراب مختلف رنگن جي گلن ٻوٽن سان چٽيل هئا. انهن محرابن ۽ چوڪوُرن هيٺان ڪاٺ جي چوکٽ ۾ دروازو لڳل هو. شاهي دروازو هڪ فٽ ٿلهي ڪاٺيءَ جو هو. مٿس نقش نگاريءَ جو سهڻو ڪم ٿيل هو. دروازي جي ٻاهرين طرف لوهه جا تمام ٿلها ۽ چنهبدار ڪل لڳل هئا، جيئن حملي آور سولائيءَ سان در ٽوڙي نه سگهن. اهڙيءَ طرح قلعي ۾ اندر داخل ٿيڻ لاءِ هڪ ٻئي پٺيان چئن دروازن مان لنگهڻو پوندو هو. دروازي جي ٻنهي پاسن کان سڌي پٽ هئي، جنهن ۾ خوبصورتيءَ لاءِ ڪيترن چوڪنڊن ۾ محرابن اندر به گل ٻوٽا نقش ٿيل هئا. قلعي اندر مير نصير خان هڪ ماڙي ٺهرائي هئي، جنهن ۾ مير صاحب درٻار ڪندا هئا. ماڙيءَ جي اڱڻ جي ٿنين ۽ اندرين ڇت تي نفيس نقش نگاريءَ جو ڪم ٿيل هو. ڀتين تي به رنگين تصويرون اڪريل هيون جن مان ڪجهه رستم سهراب جون هيون ۽ ڪن ۾ ميرن کي درٻار ڪندي ڏيکاريو ويو هو. هيءَ ماڙي ديوان خاص جي نالي سان مشهور هئي.

هيءَ بلڪل ننڍڙي ڪوٺي هئي، جيڪا هڪ بلند ٿلهي تي ٺهيل هئي، جنهن ۾ ڪجهه سال اڳ تائين سنگ مرمر جي هڪ پراڻي پڳل ڪرسي پئي هوندي هئي.

ديوانِ عام به ديوانِ خاص جي ويجهو شاهي دروازي جي سامهون هڪ تمام وڏي ٿلهي تي هو. جيمز برنس لکي ٿو: "ديوانِ عام جي عمارت جون پٽيون سيني پاسن کان تمام سهڻين تصويرن سان سينگاريل هيون ۽ فرش تي رنگ برنگي غاليچا وڇايل هئا. هڪ طرف کان ٽي بلند محرابي دروازا هئا، جن تي سائي ريشمي رنگ جا پڙدا لڙڪي رهيا هئا. بلوچ سردار


پڪي قلعي جو يونين ڊيڪ

خوبصورت ريشمي گلڪاري ٿيل وهاڻن کي ٽيڪ ڏئي ويهندا هئا. منارو قلعي جي وچ ۾ شاهي دروازي جي بلڪل سامهون هو، جنهن ۾ چڪردار ڏاڪڻيون لڳل هيون. انگريزن هن تي جهاز لاءِ استعمال ٿيندڙ ڦيري واري وڏي پٽي لڳائي هئي، جيڪا ڪافي وقت اڳ لاٿي وئي آهي. 1843ع ۾ جڏهن انگريزن قلعي تي قبضو ڪيو، تڏهن انهيءَ مناري تي برطانيه جو جهنڊو "يونين جيڪ" ڦڙڪايو ويو. مير مراد علي خان شاهي دروازي جي اوپر ۾ هڪ ٽڪسال جوڙايو هو، جنهن ۾ هن جي نالي جا سون، چاندي ۽ ٽامي جا سڪا ٺهندا هئا. 1942ع ۾ مير نصير خان جي عهد ۾ چارلس نيپئر جي عهدنامي پٽاندڙ اهو ٽڪسال بند ڪيو ويو، تنهن بعد سنڌ ۾ به راڻي وڪٽوريا جا سڪا جاري ڪيا ويا.

ميان غلام شاهه قلعي ٺهڻ بعد قلعي جي مُنهن وٽ به مسجدون ٺهرايون، جن جي مير فتح علي خان جي عهد ۾ مير غلام علي خان مرمت ڪرائي ۽ ساڳي وقت سندس والده ماجده بيبي خيرالنساءِ حيدرآباد ۾ فقير محمد خان جوٽيجي جي پڙ جي پرسان ڏار مسجد ٺهرائي، جيڪا اڄ تائين "مائي خيري جي مسجد" جي نالي سان مشهور آهي. ميان غلام شاهه وارين مسجدن جي ڇتين تي ٽي ٽي گنبذ آهن. جن ۾ وچيون گنبذ وڏو آهي ۽ چئن ڪنڊن تي چار گنبذڙيون هيون. گنبذ ۽ گنبذڙين مٿان ڪاشيءَ جون نيلون هيون. مسجد جي اندرئين پاسي نمازين جي هوا لاءِ محرابي بادگير رکيل هئا ۽ تنهن کان سواءِ جارا به ٺهيل هئا. الول الذکر مسجد ۾ سيد طالب شاهه ۽ ٻيءَ مسجد ۾ آخوند رحمت الله ويهاريائين. اهي مسجدون برطانيا جي دور ۾ طالب شاهه ۽ ملا رحمت الله جي نالي سان مشهور هيون. هڪ قطع مان ميان مير غلام علي مائل جي مسجد جي تاريخ 1208ھ بمطابق 1793ع نڪري ٿي:

**خرد تاريخ تعميرش بفرمود**
**"مبارڪ خانئہ الله اکبر"**

1208ھ (1793ع)

مير مراد علي خان جي مسجد ٺهڻ وقت اهو قطعو لکيو ويو، جنهن مان تاريخ 1210هه بمطابق 1795ع نڪري ٿي:

**هاتف سال اين بنائي خانه ايزد عظيم**
**"مير مراد يافت از مسجد نو بنا" بگفت**
**1210هه (1795ع)**

مسجد اقصيٰ جنهن کي شاهي مسجد جي نالي سان به سڏيندا آهن، اها مسجد ڪچهريءَ جي بلڪل ويجهو هئي، جنهن جي تعمير جو سال 1226هه بمطابق 1811ع ملي ٿو:

**سال تعمير شريفش چون همي جستم ز غيب**
**"طرفه اعليٰ مسجد اقصيٰ ست اين" آمد ندا**
**1226هه (1811ع)**

انگريزن جي دور ۾ قلعي کي ڇانوڻيءَ طور استعمال ڪيو ويو، بادشاهي محلاتن ۾ فوج رکي وئي.

مير فتح علي جڏهن حيدرآباد کي پنهنجو گاديءَ جو هنڌ مقرر ڪيو، تڏهن هن پنهنجي ڀائرن لاءِ قلعي اندر جدا جدا جايون جوڙايون. قلعي کي ٽن حصن ۾ ورهايو ويو. قلعي جي اوڀر وارو پاسو مير فتح علي ۽ مير غلام عليءَ جي حصي ۾ آيو. جتي انهن پنهنجا محل ٺهرايا. اُترُ وِچِڻ لاءِ قلعي جي اتر واري پٽ ۾ هڪ نئون دروازو ٺهرايو. قلعي جو وچ وارو حصو جتي منارو هو، اتي دربار ٺهرائي، باغن جي اتر ۾ شاهي دروازو هو، جنهن مان هر عام خاص اچي وڃي پئي سگهيو. مير فتح علي پنهنجي "فتح نامه سنڌ" ۾ هڪ ڊگهو نظم لکيو آهي، جنهن مان قلعي جو شان و شوڪت ظاهر ٿئي ٿو. ڪچهري (قصر) ۽ باغ جي تاريخ سيد عظيم الدين "عظيم" 1204هه بمطابق 1789ع ڪڍي آهي:

**خرد گفت تاريخ سال بنا**
**"بقا باد با قصر دولت سرا"**
**1204هه (1789ع)**

حيدرآباد جي تاريخي پڪي قلعي جي صدر دروازي وٽان شهر جي خاص بازار، شاهي بازار ٺاهي وئي هئي. اها بازار قلعي جي مکيه دروازي کان شروع ٿئي ٿي. اها اتر طرف سڌو ڪيئي فرلانگ هلندي ٿي وڃي. شاهي بازار کي "ميان غلام شاهه جو رستو" به ڪري چوندا هئا. انگريزن هتي قابض ٿيڻ کان پوءِ اها ڪوشش ڪئي ته ان بازار کي "آڪسفورڊ اسٽريٽ" جي نالي سان سڏيو وڃي، پر هو ان ڪوشش ۾ ڪامياب نه ٿيا. هيڊل لکي ٿو ته: "ڪو به معتبر ماڻهو شهر ۾ نٿو رهي. اڪثر واپاري، ڪاريگر، درباري ۽ خدمتگار قلعي ۾ رهن ٿا. جن به معزز ماڻهن کي ڪوٽ اندر جڳهه نٿي ملي، اهي قلعي جي چؤگرد ميدان ۾ ننڍا واهڻ ٺاهي رهن ٿا. اهي ڳوٺ گهڻو ڪري ڦليليءَ جي ڪپر تي آهن. جن جي پرسان اميرن جا باغ به آهن. اهي واهڻ "ٽنڊا" سڏبا آهن. جيڪي سردارن جي نالي سان سڏيا وڃن ٿا. جيڪڏهن ڪو ٻاهريون ماڻهو ملاقات لاءِ ايندو آهي ته ڪيس ميدان ۾ تنبو هڻي رهايو ويندو آهي، ڇو جو قلعي اندر رهڻ جي جاءِ نه آهي، شهر ۾ اناج جا گودام نظر ايندا آهن. ڌوبي، نيرولي، لوهر، ڪلال ۽ پخالي وغيره ڦليليءَ جي ڪپر تي رهن ٿا."

پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ هندستان مان لڏي آيل ماڻهن کي پڪي قلعي ۾ رهايو ويو. جن قلعي جي اهميت کي نه سمجهندي اتي مختلف اڏاوتون ڪري، ان جي شڪل ئي ڦيرائي ڇڏي آهي. هڪ هنڌ گهڻا ماڻهو آباد ٿيڻ سبب اتان پاڻيءَ جي نيڪال واريون ناليون وهايون ويون. جنهن سان قلعي کي سخت نقصان رسيو جنهنڪري سال 2007ع ۾ قلعي جي اولهه ڏکڻ واري پٽ جو ڪُپل حصو ڊهي پيو ان کان اڳ به قلعي جا اتر اوڀر ۽ اوڀر وارا حصا ڪري پيا هئا. هن وقت به هي تاريخي قلعو مسلسل تباهيءَ ڏانهن وڃي رهيو آهي ۽ ان جي حالت خراب آهي، ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته هن تاريخي اهميت واري ورثي کي بچائڻ جا جتن ڪيا وڃن.

**پڪو ڪشمور**: ضلعي جيڪب آباد تعلقي ڪشمور جي هڪ ديهه، جنهن ۾ 'ساڌ چاچڙ'، 'طوق علي' ۽ 'ورايو ماچي' ڳوٺ شامل آهن.

**پڪو ڪوٽ شاهو**: ضلعي شڪارپور، تعلقي خانپور ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڪريم آباد لاليجو، درمحمد رند، حزب الله شاهه، خدابخش شاهه ۽ ڪرام شاهه.

**پڪو ڪوسڪي**: ضلعي جيڪب آباد تعلقي ڪشمور ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ميهر علي مزاري، ميان عبدالستار، دين محمد نائچ، علي محمد ڪوسو، محمد جامڙو، جام چاچڙ، مالڪ آباد، ڪامل چاچڙ ۽ ميرمحمد.

**پَڪو ڪوهه**: لاڙڪاڻي، قنبر ۽ غيبي ديري جي رستي سان لڳ هيءُ ڪوهه هن وقت ڦٽل حالت ۾ موجود آهي، پر تاريخي لحاظ کان اهميت رکي ٿو ڇو ته هن علائقي ۾ اڳئين دور کان وٺي هن وقت تائين پاڻي ٻاڙو ۽ ڪڙو آهي، تنهنڪري هن علائقي ۾ صاف پاڻي مشڪل سان ملندو آهي.

**پَڪو لوءِ**: ضلعي شڪارپور، تعلقي خانپور ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ 'ڦِٽل بند' ۽ 'ڊگهپور' ڳوٺ آباد آهن.

**پڪو ميران پور**: ضلعي ۽ تعلقي گهوٽڪيءَ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

يوسف چاچڙ، سچل پارو، نهال چاچڙ، ڪرم چاچڙ، محمد چاچڙ، فقير چاچڙ، رکل بشو چاچڙ، رمضان گهوٽو الهڏنو ڪوڙي، صابو چاچڙ، عبدالحليم چاچڙ، ميهر چاچڙ.

**پَڪي ڪوهي**: ضلعي خيرپور تعلقي ڪنگريءَ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

محمد اڇڻ، سانگي، ڪوسا، پڪي ڪوهي، قنبر ناريجو، چنيهه ناريجو، ناريجا، ڳهٽو ناريجو ۽ ملنگ مگريو.

ڳوٺ پڪي ڪوهي جي آبادي 600 کان وڌيڪ آهي. هتي پرائمري اسڪول موجود آهي.

**پڪار ڪاري**: درياهه يا درياهي شاخ يا واهه اچي جنهن جڳهه تي سمنڊ ۾ چوڙ ڪن، اُن کي 'ڪاري' چئبو آهي. 'پڪار ڪاري' سنڌ جي لاڙ واري علائقي ۾ جتن جي ڳوٺ هزاري فقير کان نڪري هڪ وڏي دڙن واري ايراضيءَ تي 'سير ڪاري' سان ملي ٿي. هن جي ڊيگهه پندرهن ميل کن آهن.

**پڪار ڳوٺ**: 'تحفة الڪرام' ۾ مير علي شير قانع ٺٽوي لکي ٿو ته: "ڪڪرالي ۾ هڪ ڳوٺ پڪار ڳوٺ جي نالي سان آباد هو، جنهن ۾ پير لاڪو دفن ٿيل هو" (پير لاڪي بابت ڏسو: 'پير لاڪو لطف الله').

**پڪان بيد:** هڪ قسم جو پسارڪو وکر جيڪو اڇاڻ مائل هلڪي ڳاڙهي رنگ جي هڪ ٻاڙ آهي. طبي لحاظ سان اهميت رکي ٿو. جگر جي سوڄ، ٻرهل، معدي جي سور، گردي جي سور، پيشاب جي ساڙي، پرميل، مثاني جي بيمارين. يرقان ۽ پاسي جي سور لاءِ حڪيم ان کي مختلف طريقن سان استعمال ڪرائيندا آهن. هن وکر کي ڳوناٺا ماڻهو سُرڪي ۾ گهي وچونءَ جي ڏنگ تي هڻندا آهن ته زهر مٿي نه چڙهندو آهي. هن جو گهڻو استعمال اسقاط حمل جو باعث ٿي سگهي ٿو ان ڪري هن جي استعمال ۾ احتياط جي ضرورت هوندي آهي.

**پکاوج:** هڪ ساز. هن کي مر دال، پکائوج، مردالا ۽ پکاوج جي مختلف نالن سان سڏيو ويندو آهي. هي ڍولڪ وانگر ٿئي ٿو. شڪل ۾ گول هوندو آهي، هي ضرب جو ساز آهي، جيڪو هٿن سان ساڄي کاٻي پاسي وڄائبو آهي ۽ هن جا ٻول طبلي وانگر نڪرندا آهن. پکاوج ڪلاسيڪي ۽ نيم ڪلاسيڪي گائڪيءَ ۾ استعمال ٿيندو آهي.

پکاوج جو نر سُر وارو حصو کاٻي هٿ سان ۽ مادي سر وارو حصو ساڄي هٿ سان وڄائبو آهي. هي ڍولڪ وانگر هڪ ئي ڪاٺيءَ جو پورو گول کوکو هوندو آهي. جنهن جي مادي واري پاسي تي ٻڪريءَ جي اوجهري ڪمائي چاڙهبي آهي، جڏهن ته نرواري پاسي تي ٻڪريءَ جي ڪمايل کل چاڙهيندا آهن. هي تمام ڪهنو وڄت جو ساز آهي. هي ڊيگهه ۾ ڍولڪ کان اڍ فوٽ ڊگهو ۽ ويڪر ۾ اڍ فوٽ سنهو ٿئي ٿو. هن تي چمڙي جا پڙ ڍولڪ


پکاوج

وانگر چڙهيل هوندا آهن ۽ ٻنهي پاسن کان چمڙي جون ڪمايل رسيون ڇڪي ٻڌل هونديون آهن. سر تال بيهارڻ لاءِ ڪاٺ جا 8 گول ٽڪرا رسين جي وچ ۾ وٿين وٿين سان رسين ۾ بيهاريل هوندا آهن. جن کي ڪشي يا ڊرو ڪري تالي (مادي) جي مختلف` حصن مان مختلف ٻول مختلف هنڌن تي ڌڪ يا ضربون هڻي ڪڍيا ويندا آهن. هٿوڙي جي نرم ڌڪن سان طبلي وانگر ڪنارن کي ويهاري تال کي ساز سان ملايو ويندو آهي. هن کي صرف تانپوري يا سارنگيءَ جي آس سان ملائي سگهبو آهي. درپد ڳائڻ وارا هن ساز جي سنگت کي وڌيڪ پسند ڪندا آهن. هن جي ردرا ويٺا ۽ سر بهار تي سٺي سنگت بيهندي آهي. هن جو آواز گهرو ۽ چٽو ٿئي ٿو. پکاوج تي سڀ تال وڄائي سگهبا آهن. هن ساز بابت روايت آهي ته هي ساز گڻيش ديوتا جو ايجاد ڪيل آهي. هن جو آواز وڄ جي گرج وانگر يا توپن جي ڌماڪي وانگر ٿئي ٿو. ڪڏهن ته جهرڪين جي ڇهڪار به ڏئي، وڄت وارن سازن ۾ هن جو درجو بادشاهي آهي، خاص طرح برصغير جي موسيقيءَ ۾، جيتوڻيڪ هاڻي اهو اوج ڪونه اٿس. هي ويٺا ۽ درپد سان گهڻو وڄائي ويندي هئي. اڄڪلهه خيال ڳائڻ وارا، جيڪي پاڻ سان ستار وڄرائين ٿا، اهي پکاوج سان سنگت ڪن ٿا. هن جي جاءِ هاڻي طبلي ورتي آهي. هي مردنگ وانگر ٿئي، پر نمونو ٿورو مختلف اٿس. هن جي ماديءَ واري حصي تي سياهي يا "شاهي" لڳائي وڃي ٿي. ڪتابن ۾ هن جو ذڪر ڪافي آڳاٽو ملي ٿو. اڪبر جي دور جي لکيل ڪتاب "آئين اڪبريءَ" ۾ به هن ساز جو ذڪر موجود آهي. برصغير ۾ هن جا وڏا وڏا وڄائڻ وارا رهيا آهن، جن ۾ راجستان جو ناٿ دوار وڏو فنڪار آهي.

**پُڪا وجهڻ:** ڪاغذ جي چِٽڪين/ پرچين تي نالا لکي، ڪنهن ٻار يا ماڻهوءَ کان هڪ چٽڪي ڪڍائڻ کي پُڪا يا پُڪو وجهڻ چئبو آهي. آڳاٽي وقت ۾ نامعلوم ڏوهاريءَ يا چور جو نالو معلوم ڪرڻ لاءِ ڪاغذ جي چٽڪين، ٽڪرين ۽ هڏين وغيره تي نالا لکي، انهن مان هڪڙي ڪڍائبي هئي. اُن چٽڪيءَ تي جنهن جو نالو لکيل هوندو هو، ان کي ڏوهاري ليکيندا هئا. پوءِ ڇو نه اهو بي ڏوهي هجي. پُڪن کي غلط سمجهندڙ جي اطمينان لاءِ ڪي وري چٽڪيون لکي اٽي جي ڳوڙهين ۾ ويڙهي، اهي ڳوڙهيون پاڻيءَ سان ڀريل ٿانءَ ۾ وجهندا آهن. انهن مان ٻيون ڳوڙهيون وڃي تر وٺنديون، پر ڪا هڪڙي ڳوڙهي ضرور مٿي تري ايندي، پوءِ مٿي تري آيل ڳوڙهيءَ ۾ لکيل نالي وارو ڏوهاري ليکبو هو. اهو سڄو عمل "پُڪا وجهڻ" چئبو آهي. گهڻو ڪري چوري ٿيل مال لهڻ ۽ چور جي نالي معلوم ڪرڻ لاءِ پُڪا وجهندا آهن. هاڻي ته ڪمپيوٽر تي به پڪا وجهن ٿا، جيئن ڪنهن انعامي اسڪيم يا لاٽريءَ لاءِ ڪمپيوٽر ۾ سمورا نمبر وجهي (فيڊ ڪري) پوءِ انهن مان ڪو هڪ ڪڍڻ. ٻئي طرف چونڊن وغيره لاءِ به پُڪا وجهبا آهن. چونڊن ۾ ووٽ برابر ٿيڻ جي صورت ۾ پُڪا وجهي فيصلو ڪبو آهي. ويسيءَ وقت به پڪا وجهبا آهن. ٻئي مهيني اُن ماڻهوءَ جي ويسي نه نڪرندي آهي، جنهن جو پُڪو اڳ نڪتل هوندو آهي. سنڌ ۾ پُڪن راند به ڪئي وڃي ٿي، جنهن ۾ مختلف تفريح لکي پڪو ڪڍڻ واري کي ڪرتا پوندا آهن، مثال: ڳانو ڳائڻ، اُٺ ويهه ڪرڻ، ڪنهن جانور جو آواز ڪڍڻ وغيره.

**پکا ۽ پنهوار ڏني مون ڏينهن ٿيا** (ڪتاب): هي ڪتاب هند ۽ سنڌ جي نامياري ليکڪا وينا شرنگيءَ جي سنڌ جي سفرنامي تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جو انتساب ڀٽائي گهوٽ شاهه عبداللطيف ۽ پنهنجي پيدائشي سرزمين جي ماروئڙن کي ڪيل آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1987ع ۾ پروميلا پبليڪيشن نئين دهليءَ طرفان هندستان ۾ شايع ٿيو. ڪچي جلد سان، 220 صفحن تي مشتمل هِن ڪتاب جي قيمت 55 روپيا آهي.




**پُکراج:** پکراج پٿر جو قسم آهي. هن پٿر کي انگريزيءَ ۾ Topaz، لاطينيءَ ۾ Topazio، عربيءَ ۾ ياقوت ابيض، فارسيءَ ۾ ياقوت سفيد، سنسڪرت ۾ منجوشي، هنديءَ ۾ پوشپ راڳ ۽ پنجابيءَ ۾ پوکراج سڏبو آهي. پکراج کي انگريزيءَ ۾ ٽوپاز چوندا آهن، ڇو ته بحيره قلزم جي ٽوپاز ٻيٽ جي ڪري هن تي ٽوپاز نالو پيو، جتان هي پٿر ڪثرت سان نڪرندو آهي. پکراج جو



ذاتي رنگ هيڊو هوندو آهي. جڏهن ته هن جا ٻيا به ڪافي رنگ آهن. نارنگي، هلڪو نيرو، گلابي، پيازي ۽ سفيد شفاف. هن کي هيري وانگر گهڙيو وڃي ته وڌيڪ چمڪ ڏيندو. هن وقت گلابي پکراج ناياب آهي. هن جي سختي Mohs Scale 8 کان 9 هوندي آهي. انهيءَ ڪري هي بلور کي ڪٽي سگهي ٿو. پکراج شروع ۾ مصر مان ڪڍيو ويندو هو پر هاڻي هن جي دريافت دنيا جي ڪافي ملڪن ۾ ٿي چڪي آهي. پکراج اسپين، چين، آسٽريليا، نائيجيريا، آمريڪا، ايران، ڏکڻ آفريڪا، جپان، سائيبيريا، پيرو، پاڪستان سميت برصغير مان به جام نڪري ٿو. حڪيمن موجب طبي لحاظ کان پکراج دل ۽ دماغ کي فرحت ڏئي ٿو. ان کانسواءِ ماليخوليا، چريائي، دل هول، ڦڦڙن مان رت جي اچڻ، پيشاب جي ساڙي، پرميل، پٿري، جذام ۽ مرگهيءَ اکين جي ڏنڊ ۽ قلبي وغيره جي لاءِ دوائن ٺاهڻ ۾ ڪم آڻيندا آهن.

**پکراج، ملڪ**: ننڍي ڪنڊ جي ملڪ موسيقي، ملڪ پکراج 1927ع ۾ هميرپور (جمون) ۾ پيدا ٿي. هن ان وقت جي استادن کان ڪلاسيڪي موسيقيءَ جا بنيادي گُر سکيا. لکنئو جي شمبو مهاراج کان ناچ به سکيو ان کان پوءِ استاد بڙي غلام علي خان جي استاد علي بخش کانسواءِ استاد برڪت علي خان کان به سکيا ورتائين. استاد مبارڪ علي خان سندس ٻهريون باقاعدي استاد هو. جيڪو جمونءَ ۾ هن جي گهر ۾ مسواڙ تي رهندو هو. ملڪ پکراج ڪشميري گيتن ۽ غزلن کي زبردست نمونو ڳايو آهي. سندس صلاحيتن جو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿو ته هيءَ 9 سالن جي عمر ۾ ڪشمير رياست جي حڪمران راجا هري سنگهه جي دربار ۾ ڳائڻيءَ جي حيثيت ۾ گزيٽيڊ آفيسر مقرر ٿي. ارڙهن سالن جي عمر ۾ نوڪري ڇڏي، لاهور ۾ اچي وئي. لاهور جي هڪ رئيس سيد شبير احمد شاهه سان شادي ڪيائين. سندس ڇهن ٻارن مان ڪنهن به پنهنجي ماءُ جي فن کي اڳتي نه وڌايو سواءِ ننڍي ڌيءَ طاهره سيد جي. ملڪ پکراج اردو ۾ پنهنجي آتم ڪهاڻي به لکي آهي.



**پکرو**: تعلقي ٽنڊي محمد خان جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

نور محمد گوپانگ، محمد رحيم ساند ۽ محمد شريف.

**پکڙا ۽ پنهوار** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌ جي عوامي ۽ انقلابي شاعر عبدالڪريم گدائيءَ جي شاعريءَ جو مجموعو آهي. هن مجموعي جي غزلن، گيتن، نظمن ۽ بيتن ۾ سال 1958ع کان وٺي مارشل لا جي وٽ پڪڙ ۽ هڪر ٻوسات واري تيرهن سالن جي عرصي ۾ مادر وطن سنڌ جي سپاهڻ، سانگيئڙن جي حقن کي، اسلامي مساوات ۽ برادريءَ جي آڙ ۾ جيڪي ڏاڍا لڳا، ناانصافيون ۽ ڏاڍ ٿيا، سنڌي نوجوان شاگردن ۽ شاگرديائين پنهنجي مٿن سان ڪفن ٻڌي سنڌ جي سيند کي سرخي ڏني ۽ انهن سان گڏوگڏ سنڌ ڌرتيءَ جي جيالن هارين جيڪي جيان جون سختيون سٺيون، انهيءَ دور جي ماحول جي جهلڪ نظر ايندي. 136 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت پنج رپيا آهي، هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو فيبروري 1975ع ۾ ضلعي ترقياتي ايسوسيئيشن جيڪب آباد ڇپائي پڌرو ڪيو.




**پکن جي پريت** (ڪتاب): سنڌي ٻوليءَ جي ليکڪا ۽ ڪهاڻيڪار ڪلا پرڪاش جو هيءُ ڇهون نمبر ناول آهي. خوبصورت ٽائيٽل ۽ سفيد پني تي ڇپيل 80 صفحن جي هن ڊيمي سائيز ناول جي قيمت 40 رپيا آهي. هيءُ ناول، شريڪانت، آرٽ ائنڊ اميج پريس بمبئيءَ مان ڇپائي 1998ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو هن ناول جو انتساب، ڪلا پرڪاش، پنهنجي وَرَ 'موتي پرڪاش' جي نالي، هنن لفظن ۾ ڪيو آهي: "موتيءَ کي، جنهن سان جنم جنم جو ناتو آهي."



**'پکن ڏٽي' مخدوم امين محمد**: مخدوم سرور نوح رح جي اولاد مان، مخدوم امين محمد (ثالث) "پکن ڏٽي"، مخدوم محمد زمان (رابع) جو فرزند هو. جنهن جي ولادت 7 شعبان 1254هه مطابق 26 آڪٽوبر 1838ع ۾ انگريزن جي سنڌ تي قبضي کان پنج سال اڳ ٿي. هيءُ جو وڏو فرزند هو. سندس ٻيا ڀائر شاهه محمد عرف شاهنواز (1914- 1833ع) ۽ غلام نبي عرف ميان ٻنيلڏو (1890-1855ع) هئا. والدُ، مخدوم امين محمد کي ڪوڏ مان "بابا سائين" ۽ پيار مان "امين" ڪري سڏيندو هو. مخدوم صاحب آخوند محمد قاسم وٽ ديني ۽ دنيوي علمن جي تعليم ۾ تحصيل ڪئي. قرآن شريف، حديث، فقه ۽ تصوف ۾ خاص مرتبو حاصل ڪيائين. سندس والد محترم 19 صفر 1269هه/ 2 ڊسمبر 1852ع ۾ وفات ڪئي، ان ڪري مخدوم امين محمد 15 سالن جي ننڍيءَ ڄمار ۾ مخدوم نوح رح جو تيرهون نمبر گادي نشين ٿيو. والد جي وفات مٿس وڏو اثر ڪيو، پر والد جي جدائيءَ کي وڏي صبر ۽ حوصلي سان برداشت ڪيائون. سندس شخصيت ۾ درويشيءَ ۽ فقيريءَ جو رنگ غالب هو. شاعر به ڪمال درجي جو هو سنڌي، سرائيڪي، هندي ۽ فارسيءَ ۾ ڪلام چيائين. جنهن ۾ تصوف جا ڳُوڙها نُڪتا به موجود آهن ته اُهو حقيقت ۽ مجاز جو به آئينه دار آهي. مخدوم امين محمد جي سنڌي ڪلام ۾ ٻوليءَ جي سونهن حد درجي جي آهي. سندس موسيقيءَ ۽ ڇند تي رچيل ڪافيون سڄي سنڌ ۾ ڏاڍيون مقبول ۽ مشهور ٿيون. سندس ڪلام ۾ بيت، مولود، حمد، مرثيا، لوليون، سه حرفيون ۽ ڪافيون شامل آهن. سندس ڪافيون سنڌي ۽ سرائڪي ٻنهي ٻولين ۾ آهن، جن ۾ تجنيس حرفي، رواني، موسيقي ۽ فڪري حسن ڪمال جو آهي. سندس سمورو ڪلام راڳداريءَ جي فن سنا وابسته آهي ۽ آسا، ڀيروي، ڪلنگڙي، گنڌاري، تلنگ، جوڳ، ڪوهياري، ٻهاڳ، ڪنيات ۽ ڀاڳيسري جي اندازن مهلن ۽ اصولن سان مطابقت رکي ٿو. سندس ڪلام سنڌ کان ٻاهر ملتان، بهاولپور، مارواڙ، جيسلمير ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ تائين ڳائڻا فقير رندي ڪچهرين ۽ محفلن ۾ احترام سان ڳائيندا آهن. مخدوم امين محمد "پکن ڏٽيءَ" جو ڪلام 'ڪليات امين' جي نالي سان پروفيسر محبوب علي چنا ترتيب ڏئي، 1966ع ۾ ڇپرايو جنهن جو ٻيو ڇاپو 1990ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

مخدوم امين محمد پاڪيزه طبيعت جو مالڪ ۽ خوش پوشاڪ هو پر مزاج فقيراڻو رکندو هو. سادو کائيندو ۽ سادو هنڍائيندو هو. سندس روحاني تربيت جو سلسلو والد سان وابسته هو، پر سروري جماعت جي هڪ سيلاني درويش سهيل عرف سيلي مگريبي جي صحبت ۾ طريقت جو مقام ماڻيائين.

امين محمد پڪن ڌڻيءَ جي مجاهدي ۽ رياضت جي سلسلي ۾ ’راهوند‘ کي وڏي شهرت حاصل آهي. مخدوم طالب المولىٰ صاحب لکيو آهي ته: ”سائين پکن ڌڻي، رياضت ۽ مجاهدي لاءِ هڪ ويراني کي تلاش ڪري، اتي وڃي ويٺا ۽ الله جي عبادت ۾ مشغول ٿيا. ان سرزمين کي ’راهوند‘ چوندا آهن. ان کي ”پکا“ پڻ سڏبو آهي. ڇا لاءِ ته پاڻ هت پکا اڏي سڪونت اختيار ڪري ويٺا... امين محمد سائينءَ جيئن ته پکن ۾ رهڻ پسند ڪيو، انهيءَ ڪري کين پکن ڌڻي، پکن وارا صاحب، پکن وارا سائين سڏيو ويو.“ هيءَ هنڌ هالا کان شهدادپور واري رستي کان ميل ڏيڍ پنڌ تي ڏکڻ طرف وٽن جي جهڳٽن وارو آهي، جنهن ۾ مٽي دڙي تي هڪ ڪِرڙ موجود آهي، جتي پکن ڌڻي ڪچهري ڪندو هو. ان کان 75 قدمن تي ”دونهين“ جو هنڌ آهي، جتي ڏکن سان مَنهُ اڏيل آهي، جيڪو پکن ڌڻيءَ جو تڪيو سڏبو هو. پکن سائينءَ جي ڪري ”راهوند“ جي ايڏي ته اهميت ٿي وئي، جو ڪيترن شاعرن راهوند ۽ امين محمد سائينءَ جو ذڪر پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪيو آهي، اهڙن شاعرن ۾ حيدر شاهه اجناڻي، آخوند الله بخش انصاري، سيد فاضل شاهه حيدرآبادي، قاضي يار محمد، مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ، بلاول پرديسي ۽ ٻيا شامل آهن.

ڪافيءَ جو مشهور شاعر منٺار فقير راڄڙ (1865ع- 1938ع) مخدوم امين محمد جو طالب هو ۽ چيو وڃي ٿو ته مرشد جي وفات کان پوءِ بيحد اداس رهندو هو ۽ هڪ رات خواب ۾ مرشد کي ڏٺائين. جنهن کيس هڪ ڪاغذ ڏيئي چيو ته ”پڙهه“. فقير چيو ته ”آءٌ اڻ پڙهيل آهيان. جنهن تي کيس مرشد چيو ته ”اسين تو کي پڙهايون ٿا.“ چون ٿا ته منٺار فقير شاعر ته اڳئي هو پر ان کان پوءِ کيس اکرن جي شناس به ٿي ۽ ڪوشش سان سنڌي لکڻ پڙهڻ ۾ چڱو ٿي پيو. منٺار فقير راڄڙ، پکن ڌڻيءَ جي شان ۾ ڏهر به چيا آهن.

سنڌ جي هڪ لاثاني شخصيت سيٺ وشنداس ولد سيٺ نهالچند پارواڻي، مانجهوءَ وارو، پکن ڌڻيءَ جي ڪچهريءَ جو خاص رتن هو. هو واپاري هو، پر ساڳئي وقت درويش ۽ شاعر هو. سيٺ صاحب، مخدوم صاحب جي ڏيڍيءَ جي آچ تي سندس ڪاروبار ديانتداريءَ سان سنڀاليو. هو سنگيت جو ڪوڏيو هو. وٽس اُستاد هِدو خان ۽ استاد سينڌو خان ناميارا گويا رهندا هئا.

مخدوم امين محمد پکن ڌڻيءَ 49- 48 سالن جي ڄمار ۾ 27 رمضان 1303 هجري مطابق 30 جون 1886ع تي اربعا جي ڏينهن وفات ڪئي، کيس مخدوم نوح رح جي قبي ۾ سندس پيرانديءَ ۾ رکيو ويو.

مخدوم امين محمد کي ٽي فرزند، مخدوم محمد زمان (خامس)، مخدوم ظهيرالدين ۽ ميان فتح محمد ٿيا. سندس وڏو فرزند سندس پڳ جو وارث ٿيو.

**پَڪَڻ:** تمام گهڻا پکي، اهي ننڍڙا جيت جيڪي مينهن جي مند ۾ يا درياهه ۾ پاڻي چڙهڻ جي مند ۾ ٻي انداز پيدا ٿيندا آهن ۽ بتيءَ جي روشنائي تي اچي مري ويندا آهن. ڇڻ ته پتنگ جو هڪ ننڍڙو قسم ٿئي. عام طرح پکين لاءِ ”پکي پڪڻ“ جو اصطلاح به ڪم ايندو آهي. هي اصطلاح گهڻن پکين يا پکيءَ جي جمع لاءِ استعمال ٿيندو آهي. پڪڻ مينهوڳيءَ جي مند ۾ پيدا ٿيل اڇن پرن سان پتنگن کي به چوندا آهن.

**پَکو:** تيلين يا کانن مان ٺهيل جهوپڙي، پَٽِ مَنهن يا پکو. پکو ڪچي اڏاوت ۾ گهٽو ڪم ايندو آهي، پکو ٽوٽين جي وچ ۾ اُپو بيهاري اندران ٻاهران گاري جي لنبي ڪري چڏبي. اهڙيءَ طرح چٽني پاسن کان کانن جي پتر ڏيئي، مٿان ڇت ۾ به پکو وجهي جُهڳو ٺاهيندا آهن. اها عارضي رهائش آهي. سَرن جا، ڇهن کان اٺن فوٽن تائين ڊگها کانا پکي ۾ ڪم ايندا آهن. يکي ويکر ۾ ٻارهن کان ارڙهن فوٽن تائين به ٺهندا آهن. عام طرح ’ماري‘ ۽ پارهيڙي ذات جا ماڻهو سَرَ وڍي، انهن جي کانن مان پکا ۽ ٿُوٿا ٺاهيندا آهن.



پکو

ويدن واري دور کان گهڻو اڳاٽو سنڌ جي ماڻهن پکو ايجاد ڪري ورتو هو جيڪو سنڌ جي ماڻهن جي لاءِ مستقل رهائش توڙي لڏ پلاڻ جي حالت ۾ گهڻي سک ۽ آرام جو باعث ثابت ٿيو. خاص طور تي مالوند ماڻهو هر هر نئين گهر ٺاهڻ جي هلاڪيءَ کان هميشه لاءِ ڇٽي پيا ۽ جڏهن به هڪ هنڌان ٻئي هنڌ وڃڻ جو خيال آيو ته پکي کي به هو پاڻ سان سولائيءَ سان کڻي وڃي ٿي سگهيا. پکو سچ پچ ته سنڌ جي ماڻهن لاءِ سراپا رحمت ثابت ٿيو، جيئن حضرت پٽ ڌڻيءَ فرمائي ٿو ته:

”پکي پيهي آئيو رحمت جو ريلو.“

اِيءَ نه مارن ريت، جيئن سيڻ مٽائين سون تي،
اچي عمرڪوٽ ۾، ڪنديس ڪا نه ڪريت،
پکن جي پريت، ماڙين سين نه مٽيان.
...
پکا ۽ پنهوار، ڏني مون ڏينهن ٿيا.

پکو سنڌ جي قديم رهاڪو دراوڙ نسل جي ماڻهن جي ايجاد معلوم ٿئي ٿو ڇاڪاڻ ته هن وقت به جيڪي ذاتيون يا قبيلا پکا ٺاهين ٿا ۽ پکي کي گهر طور استعمال ڪن ٿا، تن مان اڪثر جو تعلق سنڌ جي قديم دراوڙي نسل سان آهي، جن ۾ اوڏ، ميگهواڙ، مهاڻا، ڀيل، ماڇي، شڪاري ۽ آهيڙي خاص طور تي ذڪر جي قابل آهن.

برهمڻ دور ۾ جيڪي ڪاسبي ذاتيون مشهور ٿيون، تن ۾ شڪاري ۽ مهاڻا به هئا. ڏکڻ سنڌ جي مهاڻن جا جيڪي قبيلا آهن، تن مان هڪ قبيلو اهڙو به آهي، جنهن جو نالوئي پکي جي مناسبت سان "پکيئڙا" آهي. ٺٽي جو مشهور قديمي ورڪر محمد صديق پکيئڙو مشهور شخص ٿي گذريو آهي.

هن نسل جي جن ماڻهن ساموندي ڪنارا وڃي وسايا، تن جي ڪاروائين جو ذڪر به گهڻي حد تائين تاريخ جي ڪتابن ۾ محفوظ ٿي چڪو آهي.

**پکي جا قسم:** ٿلهي ليکي اسان وٽ پکن جا فقط ٻه قسم آهن:

(الف) سر جي ڪانن مان ٺهندڙ پکا (ب) ٻن جي ڪانن مان ٺهندڙ پکا. بناوت جي لحاظ کان وري پکن جا هيٺيان مختلف قسم آهن. هڪڙي سٽيءَ وارا پکا ۽ ٻن سٽين وارا پکا. هڪڙيءَ سٽيءَ واري پکي جي سٽي صرف هڪ پاسي کان ورايل ٿئي ٿي ۽ ٻن سٽين واري پکي جون سٽيون ٻنهي پاسي کان ورايل ٿين ٿيون. ٻن سٽين وارا پکا گهڻو ڪري ٻن مان ٺاهيا ويندا آهن.

ان کان سواءِ شڪل جي لحاظ کان به پکي جا مختلف قسم آهن جهڙوڪ مستطيل، چورس ۽ ٽڪنبا.

پکي ٺاهڻ جا ٻه طريقا آهن. (الف) ڪانن جي ترتيب ۽ (ب) گهربل سامان ۽ ان جي استعمال جو طريقو جن جي جدا جدا وضاحت هن ريت ٿيندي.

پکي ٺاهڻ جي سيني طريقن ۾ ڪانن جي ترتيب کي بنيادي اهميت حاصل آهي. چورس يا مستطيل قسم جو پکو ٺاهڻ لاءِ ڪانن جو استعمال " ابت سبت " اصول مطابق ٿيندو آهي. ان قسم جي پکن ٺاهڻ لاءِ ڪانن جي مٿي ورائڻ لاءِ ٻه مٿين ترتيب کي ڌيان ۾ رکيو ويندو آهي مراد هيءَ ته هڪڙي ڪاني جي پاڙ وارو پاسو ٿلهو ٿئي ٿو ته ان کي ڪٽي مٿي وارڻ جي قابل بنائي هڪڙي پاسي رکيو ويندو آهي، ته ان بعد جيڪو ٻيو ڪانو ڪڄندو، تنهن جي چوٽيءَ واري سنگهي پاسي کي مٿي ورائڻ جي قابل بنائي، ٻئي طرف رکيو ويندو آهي. اهڙي نموني پاڙ واري پاسي کان ڪٽيل ۽ چوٽيءَ واري پاسي کان ڪٽيل ڪانن جون ٻه جدا جدا سٽيون تيار ٿي وينديون آهن ۽ پکو ٺاهيندڙ واري واري سان هر هڪ سٽيءَ مان ڪانو ڪڍندو هلائيندو ويندو آهي، پر ٽڪنبو پکو ٺاهڻو هوندو آهي ته پوءِ سيني گهربل ڪانن جي صرف پاڙ واري ٿلهي پاسي کي ئي ڪٽي مٿي وارڻ جي قابل بنايو ويندو آهي، ٽڪنبي قسم جا پکا صرف چئونرن جي مٿان ڏيئي سگهبا آهن.

**گهربل شيون:** پکو ٺاهڻ لاءِ، (الف) مڃ جون نوڙيون، (ب) لوهه جي سوئڻ، (ج) هٿوڙو ڪاٺ مان ٺهيل، (د) اڏي، (هه) ڪلا، (و) سوئو وغيره گهربل هوندا آهن.

**پکو**[2]: لاڙڪاڻي ضلعي جي قنبر تعلقي جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پکو ڏيڏر، علي محمد ورڪ، گهوگهاري، انڍاٽي، سياڳو مغيري، چانديو مغيري ۽ ڳڙهي غلام علي اسراڻ.

**پکو اڏڻ:** خيرپور جي ميرن ۾ شاديءَ جي هڪ رسم ۽ ساٽ. هن ساٽ کي 'مرداڻو ساٽ' به چون، چو ته هن ساٽ ۾ ڪم ايندڙ پکو گهوٽ جا ويجها عزيز ڪانن جي تيلين مان ٺاهيندا آهن. پکي اڏڻ ۾ صرف ڪرڙ جون ڪاڻيون ڪم اينديون آهن. پکي لاءِ ست ٿوڻيون هونديون، جن جي هر هڪ ڏري ۾ ٿوڻين هيٺان هڪ هڪ ٽڪر ڳڙ ۽ ان پوريو ويندو آهي. پکو تيار ڪري، ان جي چوڌاري ٽوٽا ٻڌي پلوپڙو ٺاهبو آهي. پکي ۾ پيش جو تڏو پٿاري، ان تي سيج وڇائبي آهي. ان کان پوءِ پنهنجي برادريءَ مان، ڪنهن ماڻهوءَ کي پکي تي پهريدار مقرر ڪبو آهي. پکي ٺاهڻ کان پوءِ پنج مڻ اٽي جا، پنجن ڪورين دانگين تي پچائبا آهن. ماني پچائڻ وارين عورتن مان هڪڙيءَ مٿان چار ويجها عزيز تلوارون جهلي بيهندا آهن ۽ تلوارن جي مٿان ڪهنبو وجهبو آهي. انهن پڪل مانين مان ڪٽي ٺاهبي آهي، جيڪا لانئن ڏيڻ مهل ورهائبي آهي. پوءِ هڪ جانور ذبح ڪري، ان جو جيرو ۽ هڪ ماني، پکي سان ٻڌي چڙهيندا آهن. هن سڄي ٺاٽ کي 'پٺي جهلڪو' به چوندا آهن.

**پکو/ پکائي:** اهڙن قديم قبيلن جو ذڪر ڪافي آڳاٽو ملي ٿو ماهرن، پنجاهه هزار ق.م کان ڏهه هزار ق.م جي وچ واري عرصي کي مختلف قسمن جي ڪاريگرن جو شروعاتي دور چيو آهي. ان دور ۾ ڪن هنرن ۾ وڻن جون ٽاريون، خام مال طور استعمال ٿينديون هيون. "تاريخ اقوام" عالم ۾ آهي ته "ان دور ۾ مختلف هنرن جو رواج پيو ۽ ماڻهن وڻن جي شاخن مان ٽوڪرا



ٺاهڻ شروع ڪيا." ان دور جي انسان ٽوڪرا ٺاهڻ کان اڳ وڻن جي شاخن کي جهوپڙين ٺاهڻ جي ڪتب آندو. جيئن ته ان زماني ۾ لاڏائو لوڪن کي پيٽ جي پورائيءَ لاءِ بار بار پنهنجا اجها چڏڻا ٿي پيا. هر نئين ماڳ تي ڪين نئين سري سان، رهائش جو بندوبست ڪرڻو ٿي پيو. آخر اهو اوائلي انسان، مختلف حيلا هلائڻ بعد اهڙو گهر ٺاهڻ ۾ ڪامياب ٿيو. جيڪو هڪ هنڌان ٻي هنڌ کٽي ٿي وڃي سگهيا. جيئن اٿرويد جي منڊل نائين ۾ جاڻايل آهي ته: "جاءِ کي به اسين جوءِ وانگر پاڻ سان وٺيو وڃون." البت رگويد مان اها خبر نٿي پئي ته ماڻهو پنهنجا گهر ڪيئن جوڙيندا هئا. پر اٿر ويد جي منڊل نائين مان ڄاڻ ملي ٿي ته "گهر لاءِ ڪوچڱو پٽ چونڊي، ان جي چئن ڪنڊن تي چار ٿنيا کوڙي، مٿان ڪامون رکندا هئا. ان مهل کي منتر به ٻولينڊا هئا."

نندي ڪنڌ جي انهن مقدس ڪتابن ۾ پکن سان گڏ تڏن جو ذڪر به اچي ٿو جيڪي به گهر ۾ چيلهه سڌي ڪرڻ لاءِ ڪتب ايندا هئا. جيئن رگ ويد ۾ ذڪر ٿيل آهي ته "گهر ۾ پٽ تي تڏا وڇائيندا هئا ۽ کي گاهه پکيڙي چڙهيندا هئا."

ساڳي ويد ۾ ئي اشارو آهي. ”مهمان گهر ۾ ايندو هو ته کيس هٿ منهن ڌوئڻ لاءِ پاڻي ڏيندا هئس ۽ تڏي تي ويهاريندا هئس.“ هڪ ٻئي ويد ۾ به تڏي جو ذڪر آهي، ”جيڪڏهن ساڳي تڏي ۽ فرش تي سمهندا ها ته وچ ۾ وٿي ڇڏيندا ها.“

مطلب ته سنڌي ماڻهن، ويدن واري دور کان گهڻو آڳاٽو پکو ۽ تڏو ايجاد ڪري ورتو هو. جيڪو لڏ پلاڻ توڙي آرام جي ڪم ايندو هو.

ڊگهي اڏام منهي، پکو اڏام لانـدي،
اڏيو جن وراڻي، تن صبح سوارو لڏيـو.

پکو، سنڌ جي قديم رهاڪن دراوڙن جي ايجاد معلوم ٿئي ٿو. هن وقت به سنڌ جون اڪثر قديم قومون، پکن کي گهرطور استعمال ڪن ٿيون. هڏواڙ، گرگلا، شڪاري، آهيڙي، مهاڻا وغيره ڪن ٿيون. ”تاريخ تمدن سنڌ“ مان اهڙي ڳالهه جي شاهدي ملي ٿي ته برهمڻ دؤر ۾ مشهور پورهيت ذاتين ۾ شڪاري ۽ مهاڻا به هئا. مهاڻن جون ڪجهه ذاتيون ”پکائي“ به سڏائين ٿا. ”چچ نامي“ ۾ به ”پکيئڙا“ قبيلي جو ذڪر اچي ٿو.

پکاين جو جيئن ته تعلق پن، سر ۽ ڪانهن سان آهي ۽ انهي گاهه ۽ ٻوڙن جي اوسر درياهه جي پاڻيءَ تي آهي، سنڌوءَ جو لڙاٽيل پاڻي، جنهن به نار، ندي، واهڙ، ڪڙئي ۽ ڪس تان لنگهي ٿو. اتان زمين جي پيٽ مان پن ۽ سرن جا سهڻا سلا نروار ٿين ٿا. جتي پن آهي اتي پکائي پهچن ٿا. اهڙي طرح سانگهڙ ۾ نارا ڪئنال ۽ مکي ڍنڍ جي آسپاس پيدا ٿيندڙ پن، سرن ۽ ڪانهن تي پکاين جا ٻه سو گهر آباد آهن. جن ۾ تيمور، شيخ، ابڙا، سما، ٿهيم، ڏنڌال، ٻاڏاهي اچي وڃن ٿا.

پکاين جي ڪاريگريءَ جا اوزار به تمام سادا ۽ سستا آهن. پکائي ڪانن جي ککائين پوش کي پُسائي ڪُٽين ٿا ته مچ سنهين تندن ۾ تبديل ٿي وڃي ٿي، جنهن مان پکن وغيره کي ٻڌڻ لاءِ نوڙيون ٺاهيون وڃن ٿيون. ان بعد ڪانن يا پن جي پسيل پاسي وارن ڇيڙن ’مُئي‘ ۽ ڊيگهه واري وٽ ’مُنيا‘ کي مناسب ڌوڳي ’اڏي‘ تي رکي هڪ وزني ڪاٺ جي هٿوڙي ’هنگري‘ سان ڪٽي وراڻ لائق بڻائيندا آهن. آخر ۾ لوهه يا ڪاڄ جا ٻه ’ڪلا‘ پکي جي ڊيگهه مطابق هڪٻئي جي سامهون زمين ۾ لڳائي. مچ جي نوڙيءَ جو ڇيڙو هڪ ڪليءَ ۾ ۽ ٻيو ڇيڙو ٻي ڪليءَ ۾ ٻڌي شروعات ڪبي آهي. ڪم دوران لوهه جي ڏيڍ فوٽ ڊگهي ڪاٺ جي هٿئي وارو سوئو ’سونهڻ‘ ڪانن ۽ پن کي سوراخ ’سوٽڻ‘ جي ڪم آڻبو آهي. آخر ۾ ڳوٽين سبڻ واري لوهي سوئي ۾ مچ جي نوڙي وجهي، سوئڻ سان ڪيل ڪانن ۽ پن جي سوراخن مان نوڙي لنگهائي پکي جو ’سيبو‘ يا ’ڇيلڪ‘ ڪبو وجبو آهي.

**پکي:** پکي کنين وارا ڪرنگهيدار جاندار آهن. سيني پکين کي ٻه پير ۽ پرن جو جوڙو ٿيندو آهي. پکي اڪيلي مخلوق آهي، جنهن جي جسم تي کنڀ هوندا آهن. جيئن نانگ کل مٽائيندو آهي تيئن پکين جا کنڀ به ڇڻندا ۽ نوان ڦٽندا آهن. اهو سلسلو هر سال يا مند آهر هلندو آهي، کنڀ ٽن قسمن جا هوندا آهن. انهن جو ڪم بُت ڍڪڻ آهي، جسم جا هيٺيان کنڀ نرم ۽ ٻجدار هوندا آهن ۽ پکيءَ جي بت کي گرم رکندا آهن. کنيڙاٽين جا کنڀ اڏامڻ ۽ رخ بدلائڻ ۾ مددگار هوندا آهن. پکيءَ جي بناوت ڪجهه اهڙي ٿئي ٿي جو ان کي لس اڏامڻ ۾ آساني ٿيندي آهي. پکيءَ جي اهڙي کنيڙاٽين ۽ ڇاتيءَ جون مشڪون تمام مضبوط هونديون آهن. ڇاڪاڻ ته انهن کي پَر ڦڙڪائڻ ۽ هوا ۾ اڏامڻ لاءِ مضبوط مشڪن جي ضرورت هوندي آهي. پکي پنهنجي قد بت جيترن ٻين جانورن جي ڀيٽ ۾ هڏا تمام هلڪا ٿيندا آهن، ڇو ته انهن جون هڏيون کوکليون هونديون آهن.



پکيءَ کي کير پياريندڙ جانورن وانگر ڪرنگهي جي هڏي به ٿيندي آهي. جنهن جي سهاري هن جو جسماني نظام برقرار رهي ٿو. پکي آنا لاهيندا آهن ۽ پنهجن ٻچن کي چوڳو ڏيندا آهن. سائنسدانن مطابق دنيا ۾ پکين جا ڪل 8500 قسم آهن. هر قسم جي پکيءَ جي جسامت، سياءُ ۽ رنگ الڳ الڳ آهي. سڀ کان وڏو پکي اٺ پکي (شترمرغ) آهي، جيڪو 8 فوٽ ڊگهو ٿئي ٿو ۽ ان جو وزن 150 ڪلو آهي ۽ سڀ کان ننڍو پکي ”همنگ“ آهي، جيڪو ڊيگهه ۾ هڪ کان ڏيڍ انچ ڪن ٿيندو. هيءُ اهڙو پکي آهي، جنهن جي کنين مان مختلف قسم جا آواز نڪرندا آهن. هي پکي گلن ڦلن جي رس پيئندو آهي. سيني کان تيز رفتار شڪرو پکي آهي، جيڪو هڪ ڪلاڪ ۾ 250 ڪلوميٽر (150 ميل) اڏامي سگهي ٿو. سيني پکين کي کنڀ/ ڦنگهڙ ٿين، پر اهي سيئي پکي اڏامي نه ٿا سگهن (**وڌيڪ ڏسو: پَر**). نيوزيلينڊ ۾ ’ڪيوي‘ پکيءَ جا پر ننڍا ننڍا آهن، جو مشڪل سان ڏسڻ ۾ اچن ٿا. اٺ پکيءَ جو جسم ڳرو ۽ سيني جون هڏيون سخت هونديون آهن، ان ڪري اڏامي نه سگهندو آهي. پکين جون چُهنبون به قدبت جي حساب سان مختلف ٿين ٿيون. مڇيون جهليندڙ پکين جهڙوڪ: ٻگهه ۽ ڏوئلي، ٽِڏ ۽ آبي پکيءَ جي چهنب وڏي ۽ چوٽيءَ واري ٿئي، جڏهن ته باز جي چهنب سخت هوندي آهي. داڻا چُڳڻ وارن پکين جون چهنبون ننڍيون ۽ مضبوط ٿين ٿيون. پکين جي ساهه کڻڻ واري عمل ۾ سڀ کان اهم، هوا جون اهي ٿيلهيون آهن، جيڪي ڦڦڙن سان ڳنڍيل هونديون آهن ۽ انهن جون شاخون جسم جي مختلف حصن ۾ پکڙيل هونديون آهن، اهي ٿيلهيون پکين کي اڏامڻ ۽ ترڻ ۾ مدد ڪرڻ کان سواءِ انهن جي گرميءَ جي درجي تي پڻ ضابطو رکن ٿيون. گهڻن پکين کي گُجي هوندي آهي، انهن ۾ هو پنهنجي کاڌي جو ذخيرو ڪري رکندا آهن، انهيءَ گُجيءَ مان خوراڪ معدي ۾ ويندي آهي. پکين جي دل جا چار حصا ٿين ٿا، جن ذريعي انهن جي جسم کي آڪسيجن سان ڀرپور رت ملي ٿو. پکين جو دماغ وڏو ٿيندو آهي. پکين جون اکيون اڳيان هونديون آهن، پر هو پوئتي مڙي به شين کي ڏسي سگهن ٿا. پکين جا سيئي قسم گهڻو ڪري پنهنجي رهڻ لاءِ آکيرا ٺاهيندا آهن. اهي آکيرا هو گهڻو ڪري هموار زمين، وڻن جي ٽارين ۽ غارن ۾ ٺاهيندا آهن. پکين جي عمر به مختلف ٿئي ٿي،

کن پکين جي عمر تمام گهڻ ته کن جي وري 20 سالن کان 30 سال ٿئي ٿي. دنيا جو قديم پکي Archaeopteryx هو جنهن جو ڍانچو جرمنيءَ ۾ مليو هو. سائنسدانن ان جي قدامت جو اندازو 190 ملين سال لڳايو آهي.

پکي به گرم رت وارو جاندار آهي، ان ڪري سنڌس جسم ۾ گرميءَ جو درجو سياري توڙي اونهاري ۾ ساڳيو رهندو آهي. سنڌ ۾ سڀ کان وڏا پکي پيڻ، ڪونجون ۽ ڳجهون آهن. سنڌ ۾ پکين جا ڪوڙ قسم ٿين ٿا، جيڪي ڇهن مختلف ماحولن ۾ رهن ٿا. اڳي سنڌ ۾ ٻن قسمن جون ڪونجون اينديون هيون، انهن مان هڪ سارس ڪونج، جيڪا ماڻهوءَ جيڏي ڏگهي ٿئي ٿي، اهي سياري جا لاڏوٽي پکي آهن. سارس هاڻي سنڌ جو رخ نه ٿي ڪري. باقي عام ڪونجون سنڌ جي ڏکڻ ڏانهن هليون وينديون آهن. ڪي ٻيا ڏگها آبي پکي جهڙوڪ: سانهه، ٽور ۽ لاکو جاجي سنڌ جي ڍنڍن تي لهندا آهن. هماليائي ڳجهه به ماڻهوءَ جيڏي ڏگهي هوندي آهي. ان جي پرن جي پکيڙ 9 فوٽ کان مٿي ٿي سگهي ٿي. اها ڳجهه سنڌ ۾ به ٿئي ٿي، ان جي پُنيءَ تي اڇو چٽو ٿيندو آهي. ڪيناڙي جي عمر ٽيهه سال ٿي سگهي ٿي. ابابيل دنيا ۾ سڀ کان تيز رفتار پکين ۾ شامل ٿئي ٿو. سنڌ ۾ ابابيلن جا گهٽ ۾ گهٽ ٻه قسم آهن.



جنهن وقت پکي اڏامڻ چاهيندا آهن، تڏهن اهي هوا ۾ گهُٽ هڻي پوري طاقت سان پر ڦڙڪائيندا آهن. ڳجهون وغيره ايتريون وزني هونديون آهن. جو انهن کي اڏامڻ لاءِ پهرين زمين تي ڊوڙڻو ۽ زور زور سان پَر هڻڻا پوندا آهن.

پکين لاءِ اڏامڻ ان ڪري ضروري آهي ته جيئن اهي پنهنجا آکيرا بلند جاين تي ناهي سگهن. جڏهن، چؤ طرف خوراڪ گهٽجي ۽ ٿڌ شروع ٿي ويندي آهي، تڏهن انهن کي خوراڪ لاءِ تمام پري گرم علائقن ڏانهن وڃڻو پوندو آهي. ڪي پکي مثال طور: ٽِڪ يا ملهالا، اڏامي خوراڪ جهٽيندا آهن. ڪي اڏامي اڏامي زمين تي خوراڪ ڳوليندا آهن. ڪن پکين کي خشڪيءَ تي رهندڙ دشمن کان بچڻ لاءِ هوا ۾ اُڏامڻو پوندو آهي.

پکي آکيرا ٺاهڻ ۽ آنا ڏيڻ لاءِ وري زمين تي لهندا آهن، ڇاڪاڻ ته زمين تي ان ۽ پاڻي آهي. اهي پنهنجن ٻچن کي غذا کارائيندا آهن. آنن تي آرو ڪندا آهن. پنهنجي نوع جي پکين سان ملندا، لڳ ۽ آرام ڪندا آهن. پکي زمين تي لهڻ مهل پهرين پير رکندو آهي ۽ پنهنجا پر ۽ پُڇ پئراشوٽ وانگر پکيڙي پنهنجي رفتار گهٽائي ڇڏيندو آهي. ڪي پکي مثال طور عقاب وغيره پنهنجا پَر پکيڙي هوا تي ترندا رهندا آهن. وڏا پکي پنهنجا پَر هوريان هوريان ۽ ننڍا پکي تيز تيز ڦڙڪائيندا آهن. آسمان ۾ تمام مٿي اڏامندڙ ڪن پکين کي پَر ڦڙڪائڻ جي ضرورت پوندي آهي، اهي هوا جي زور تي مٿي ٿيندا ۽ ترندا ويندا آهن.

پکين کي ڏند ڪونه ٿيندا آهن. ڏندن جي بدران انهن کي چهنب ٿيندي آهي. انهن چهنبن جي شڪل يا ماپ به مختلف هوندي آهي، ڇاڪاڻ ته پکي مختلف قسمن جون شيون کائيندا آهن. مثال طور ڪانءَ جي چهنب مضبوط ۽ نوڪيلي ٿئي ٿي. جو ته اهي ٻين پکين جي آنن سميت لڳ ڀڳ هر شئي کائي ويندا آهن. ان ڪم لاءِ کين تيز ۽ نوڪدار چهنب گهرجي.

سِرڻ جيئن ته ڍونڍ خور پکي آهي، ان ڪري اها ننڍڙا ۽ مئل جانور ڳولي کائيندي آهي. ان جي چهنب جي نوڪ تيز ۽ مُڙيل هوندي آهي، جنهن کي گوشت ۾ ٽنبي ان کي چيري ڦاڙي ڇڏيندي آهي. عام جهرڪي پنهنجي چهنب سان ٻج ٽوڙيندي آهي. ان جي چهنب ننڍي ۽ مضبوط ٿيندي آهي. تيل وهيڙو گلن جي رس تي پلجي ٿو ان ڪري سندس چهنب ڏگهي ۽ سنهي ٿيندي آهي. ڪاٺ ڪُٽو پنهنجي چهنب کي ڇيڻيءَ وانگر استعمال ڪري چوڏن ۽ ڪاٺ کي ڪوٽيندو آهي.

اڪثر آبي پکين جي چهنب ڏگهي هوندي آهي. اهي مڇي خور آهن. انهن مان ڪي پکي ڳپ ۾ رهندڙ ننڍڙا جانور ۽ جيت کائيندا آهن. ٽيٽيهر جي چهنب ڏگهي ۽ سنهي هوندي اٿن، جنهن سان گج ۾ شڪار پيو ڳوليندو آهي. لاکو جاجي پنهنجي چهنب سان ڳُف ڇاٽيندو آهي. ڪانهرن جي چهنب ڏند دار هوندي آهي. جن سان هو مڇي جهليندا آهن (وڌيڪ ڏسو: آبي پکي- جلد پهريون).

پکي پنهنجي آواز سان هڪ ٻئي کي اشارا ڪندا ۽ خطري جو چتاءُ ڏيندا آهن. اهي قسمين قسمين آواز ۽ ٻوليون ڪندا آهن. ڪي هڪ ٺي سُر پيا ورجائيندا آهن. ٻيا مٺيون ٻوليون ٻولي سگهندا آهن ۽ مختلف سُر ڪڍندا آهن. چڪچڪا مٺو ٻوليندا آهن. ان ريت هو هڪ ٻئي سان رابطو ڪندا آهن يا ماحول ۾ موجود خطرن يا خوشگواريءَ جو اظهار ڪندا آهن، يا هڪٻئي کي سڏيندا آهن. پکي ٻين طريقن سان به هڪٻئي سان رابطو ڪندا آهن. پَر ڦڙڪائي ۽ هوا ۾ مٿي اڏامي ٻين پکين کي خطري کان آگاهه ڪندا آهن.

ڪي نَر پکي (مثال طور مور يا ڪبوتر) آواز ذريعي يا ناچ ذريعي مادين جو ڌيان ڇڪيندا آهن يا انهن کي ريجهائيندا آهن. ڪي پنهنجن رنگين کنڀن جي نمائش ڪندا آهن. لڳ جي منڊ ۾ عام طور تي نر پکين جا کنڀ شوخ ۽ رنگين ٿي ويندا آهن. اڪثر پکي پاڻ کي پنهنجي رنگ جي مدد سان ماحول ۾ لڪائيندا آهن. جيئن طوطو پاڻ کي وڻن ۾ لڪائڻ لاءِ پنهنجي رنگ کي استعمال ڪندو آهي. تلور ته پٿريلي ماحول ۾ بلڪل گم ٿي ويندي آهي.

پکين جي چنبن ۾ اڳيان ٽي ٽي وڏيون آڱريون ۽ هڪ ننڍي آڱر پوئين پاسي هوندي آهي. پکي انهن آڱرين جي مدد سان هلندا آهن. توازن برقرار رکندا آهن، وڻن جي ٽارين تي ويهندا آهن ۽ وري ڪاڏو جهليندا آهن. شڪاري پکي باز ۽ شِڪرو وغيره پنهنجي تيز چنبن سان نانگ ڪوئا ۽ ٻيا جانور پڪڙي کائيندا آهن. ڪاٺ ڪُٽا پنهنجن چنبن سان وڻ جي ٿُڙ تي چڙهندا آهن. 'ٻار ٽنگا' وغيره پنهنجن وڏن پيرن ۽ ننڍين آڱرين جي مدد سان تمام تيز ڊوڙندا آهن. ڪن پکين جون آڱريون ننڍڙيون هونديون آهن،

جيڪي سولائيءَ سان مڙي ويندڙيون آهن. اهڙيون آڱريون سنهڙن ٽيلن کي پڪڙي ويهڻ لاءِ تمام مناسب هونديون آهن. پيهوڙي، جهنگ ڪڪڙ ۽ ڪُهنگ جون آڱريون سنهيون ۽ ڊگهيون ٿين ٿيون، جنهنڪري اهي پکي پاڻي تي ترندڙ پنن جي مٿان پنڌ ڪري سگهندا آهن. سنڌ ۾ بدڪن ۽ قازن جا گهڻائي قسم آهن. اهي گهڻو ڪري وقت پاڻيءَ ۾ گذارين ٿيون. انڪري انهن جي پيرن جون آڱريون ڪَل وانگر هڪ پردي سان پاڻ ۾ ڳنڍيل هونديون آهن. ٽٻٽ، ڪانهرن ۽ چيڪلن وغيره جي پيرن جون آڱريون ان ريت ڳنڍيل هونديون آهن.



پکي آکيرا ٺاهي رهندا آهن، جتي پکي آنا ڏين ٿا ۽ آنن جي ڦُٽڻ کانپوءِ چُوزن جي سنڀال ڪن ٿا. آکيرو چوزن ۽ ننڍڙن پکين جي حفاظت ڪري ٿو ۽ انهن کي گرم رکي ٿو. مختلف پکي مختلف قسم جا آکيرا ٺاهيندا آهن. ڪي آکيرا ٿورڙن ڪلاڪن ۾ ٺهي ويندا آهن، ڪي ڏينهن ۽ هفتن ۾ تيار ٿيندا آهن. ڪي سادا ۽ ڪاٺڙين جا ٺهيل هوندا آهن، ڪي آکيرا ته تمام احتياط ۽ مهارت سان تيار ڪيل هوندا آهن. اهي عام طور تي نرم گاهه سان ٺاهيل هوندا آهن. اڪثر پکين جا آکيرا وڻن تي ٿين ٿا، ڪي زمين تي به ٺاهيندا آهن ته عمارتن جي روشندانن يا اوچن ٿنڀن تي به آکيرا اڏين ٿا. هُد هُد، ڪِنگر ۽ ٽوبا پنهنجا آکيرا پاڻيءَ جي ويجهو زمين جي ڪنڌين ۾ ٺاهيندا آهن. ٽٽيرا ۽ جهنگ ڪُڪڙ زمين تي هلڪيون گڏون ڪُرڙي آکيرا ٺاهينديون آهن. ٻَہر پکي پنهنجو آکيرو باقاعدي اُٽيندو آهي. انڪري مٿس اهو نالو پيو آهي 'درزي پکي'. باز، سِرڙٽيون، ڪانءَ، ڳيرا ۽ ٻيا وڏا پکي ڪاٺڙين، گاهه ۽ ڪنين سان پنهنجي لاءِ آکيرا جوڙيندا آهن. درزي پکي پنهنجي لاءِ ڊگهيا آکيرا سِبندا آهن. تِڪ پکي پيالي نما آکيرا ٺاهيندا آهن ۽ ابابيل مِٽي استعمال ڪندا آهن. ڪي پکي تمام سست، چالاڪ ۽ ٺڳ ٿيندا آهن. ڪوئل ۽ ڪي ٻيا پکي پنهنجا آکيرا نه ٺاهيندا آهن. اهي پنهنجا آنا ٻين پکين جي آکيرن ۾ لاهي ويندا آهن.

لِڱ کان پوءِ پکي آکيرو جوڙڻ شروع ڪندا آهن. ڪڏهن اهو سڄو ڪم مادي ڪندي آهي، ڪڏهن جوڙو گڏجي آکيرو ٺاهيندو آهي، جڏهن آکيرو تيار ٿي ويندو آهي، تڏهن مادي آنا ڏيندي آهي، اڪثر پکي هڪ وقت ۾ ٻه يا ٽي آنا ڏيندا آهن. مادي پنهنجي پيٽ ۾ گهڻو وقت آنو جهلي نه سگهندي آهي. انڪري اڪثر پکين کي پنهنجا آنا گرم رکڻ لاءِ آکيري ۾ انهن تي ويهڻو يا آرو ڪرڻو پوندو آهي، ان دوران ٻچا آنن ۾ تيار ٿيندا رهندا آهن.

ڪُهنگ پکي ۽ بدڪون هڪ ئي وقت ڏهه ٻارنهن آنا ڏينديون آهن. آنا ڦُٽڻ وقت اڪثر چوزا ٻي ڪنپ هوندا آهن ۽ ڏسي به نه سگهندا آهن. ماءُ پيءُ انهن کي کارائيندا ۽ اُڏامڻ سيکاريندا آهن. وڻن ۾ آکيرا ٺاهيندڙ پکي عام طور تي اڇي رنگ جا آنا ڏيندا اهن ڇو ته آکيرا گهڻو مٿي هوندا آهن. ڪنهن شڪاريءَ جو انهن تائين پهچڻ ڏکيو هوندو آهي ۽ بيضن کي گهڻي حفاظت جي ضرورت نه هوندي آهي. زمين تي ڏنل آنا عام طور تي رنگين يا ڇِٽن وارا هوندا آهن، اهڙيءَ طرح آنا نظرن کان لڪي ويندا آهن. سنڌو نديءَ جي ڪناري آکيرا ٺاهيندڙ پکين کي اهو ڌيان ۾ رکڻو پوندو آهي ته انهن جا آنا پاڻي چڙهڻ جي مند کان اڳ ڦُٽي پون.

دنيا جي گهڻن ئي گرم ملڪن وانگر سنڌ به لاڏائو پکين لاءِ سياري جي مند ۾ بهترين گهر آهي. هتي پکي هر سال هجرت ڪندا آهن. دنيا جي ڪن حصن ۾ سياري دوران مند تمام ٿڌي ٿي ويندي آهي ۽ خوراڪ گهٽجي ويندي آهي. اهڙن علائقن ۾ رهندڙ سڀ پکي اُڏامي ويندا آهن. اهي گرم ۽ گهڻي خوراڪ وارن علائقن ڏانهن لڏيندا آهن ۽ ڪجهه مهينن کان پوءِ واپس موٽي ويندا آهن. اڪثر لاڏائو پکي تمام پري تائين اڏامي سگهندا آهن، انڪري اهي هر سال هجرت ڪندا آهن. يعني انهن جا ٻه وطن ٿين ٿا. پهريون گهر اهو هوندو اٿن، جتي اهي آنا ڏين ۽ آکيرا ٺاهين ٿا، ٻيو گهر اهو اٿن، جتي آرام ڪن ٿا ۽ سولائيءَ سان خوراڪ ملندي اٿن. ڪي پکي ٿورو پنڌ پري تائين هجرت ڪندا آهن، اهي ميدانن کان جبلن ڏانهن ويندا آهن. سائنسدان اڃا تائين حيران آهن ته ڊگهي پرواز ڪندڙ پکي رستو ڀٽڪڻ کانسواءِ ڪهڙي طرح پنهنجي منزل تائين پهچي ويندو آهي. پکي گهڻو ڪري اتر کان ڏکڻ ۽ ڏکڻ کان اتر طرف هجرت ڪندا آهن.

سنڌ جي ڪيرٿر ۾ "اناج خور کان وٺي گوشت خور ۽ ڍونڊ خور" هر قسم جو پکي آهي. ڪي پکي ميوا، ٻير، ٻج، ڦريون ۽ ٻوٽن جا ٻيا حصا کائيندا آهن يا گلن جو رس چوسيندا آهن. ڪي پکي جيت خور آهن پر ڪوڙ سارا شڪاري پکي ڪوئا، نانگ، ڏيڏر ۽ ڪرڙين جهڙا ننڍڙا جانور پڪڙي کائيندا آهن. انهن جون چهنبون تکيون ۽ نظر تمام تيز هوندي آهي. چٻرا، باز، شِڪرا، عقاب پنهنجن پنهنجن مقرر وقتن ۽ جاين تي شڪار جي تاڙ ۾ هوندا آهن. سڀ کان گهڻو شڪار ڪوئن جو ٿئي ٿو ڪوئا تمام جلد يعني هر سادن ٽن مهينن ۾ ٻچا ڪندا آهن. اهي ٻچا تمام جلد جوان ٿي ويندا آهن ۽ پاڻ به ٻچا ڄڻڻ لڳندا آهن. نتيجي ۾ ڪوئن جي پيدائش جو هڪ اڻٽُٽ سلسلو هلندو رهندو آهي. ان ريت هڪ بالغ جوڙي مان فقط هڪ سال اندر 1000 ڪوئا پيدا ٿي سگهن ٿا. ڪوئا فصلن لاءِ سخت نقصانڪار آهن ۽ بيمارين به پکيڙي سگهن ٿا. انڪري ڪوئا خور پکي انسانن لاءِ وڏي نعمت آهن. ساڳي طرح سِرڙٽيون، ڳجهون ۽ ڪانءَ 'ڍونڊ خور' سڏبا آهن، اهي هر قسم جو ماس کائي ويندا آهن. ڳجهون مُردار جانورن جو ماس ڪجهه ڪلاڪن اندر کپائي ڇڏينديون آهن. جنهن سان قدرتي ماحول ۽ هوا صاف رهي ٿي.

پکي نه رڳو سهڻا ۽ سُريلا ٿيندا آهن، پر اهي فطرت جي توازن ۾ پنهنجو حصو ادا ڪن ٿا. سڀ کان پهرين ته اڪثر پکي خود شڪار ٿي ٻين جانورن توڙي انسانن جي زندگيءَ جو سبب ٿين ٿا. شڪاري پکي نقصانڪار ڪوئا، جيت، مڪڙ ۽ ڪينئان کائيندا آهن. ٻجن جي ڦهلاءَ ۾ پکين جو خاص ڪردار آهي. ڪي پکي مختلف قسمن جا ٻير ۽ ٻيرون ۽ ميوا کائيندو آهي. ان کانپوءِ اهي ٻئي پاسي اڏامي پنهنجو ڦوڳ ڇڏيندو آهي، ان

ڦوڳ ۾ ثابت ٻج به شامل هوندا آهن. انهن مان ڪي ٻج ڦُٽي پوندا آهن ۽ اهو ميويدار وڻ ڪنهن ٻي جاءِ تي حياتياتي محور بڻجي ويندو آهي.

سنڌ ۾ جيڪي پکي ملن ٿا، انهن مان ڪن ڪي خشڪيءَ وارا پکي چئجي ٿو. جيڪي گھٽو ڪري وڻن ۾ پنهنجا آکيرا ٺاهين، اتي ئي رهن ۽ آنا لاهين، جن ۾ جهرڪي، ڪٻر، ڳيرو ۽ ڪبوتر قابل ذڪر آهن. خشڪيءَ وارن پکين ۾ ٽيٽيهر هڪ اهڙو پکي آهي، جيڪو سڌيءَ زمين تي آکيرو ٺاهي آنا لاهيندو آهي ۽ اتي ئي رهندو آهي. ٻيا اهڙا پکي آهن، جيڪي پرديسي پکي يا موسمي پکي سڏبا آهن. اهي سوين قسمن جا هوندا آهن. جيڪي مختلف ملڪن مان اڏامي موسم جي مناسبت سان سنڌ جي ڍنڍن وارن علائقن ۾ اچي رهندا آهن ۽ وري واپس هليا ويندا آهن.

سنڌ جي موضوع تي وڏي ڄاڻ رکندڙ ايچ.ٽي.سورلي، سنڌ جي پکين بابت هن طرح لکيو آهي:

"سنڌ جي پکين ۾ مخصوص خاصيتون آهن. جيڪي جاگرافيائي بيهڪ ۽ طبعي حالتن جي ڪري پيدا ٿيون آهن. سنڌو ماٿري ڪڇ جي 'رڻ' وسيلي هندستان ڪان ڌار ٿيل آهي، جنهنڪري هندستان جا مشهور پکي هتي ڪونه ٿين. ٻئي طرف سنڌ ۽ بلوچستان، ٻين علائقن، جهڙوڪ: ڏکڻ يورپ، اتراوير آفريڪا، عرب ۽ ايران جي پکين لاءِ ڪليل آهن. سنڌ جون ڍنڍون ۽ ڍنڍيون، ۽ ان طرف پکين جي لڏي اچڻ جي رستن جي موافقت ڪري، سنڌ پکين لاءِ سياري جي موسم ۾ پناهه وٺڻ جي لحاظ کان وڏي حيثيت رکندي آهي."

هيوم (Hume) پنهنجي ڪتاب، استري فيدرس (1872ع) ۾ پکين جا 2500 قسم ڄاڻايا آهن، جن جون 250 جنسون آهن.

ايٽڪن (1872ع) ڪل 400 جنسون ٻڌايون آهن ۽ ساڳئي وقت ايٽس (Eates) سورلي جي سنڌ گزيٽيئر ۾ 426 جنسون ڄاڻايون آهن، جن مان 177 مڪاني ۽ باقي لڏي ايندڙ يا سانگي پکين جون آهن. مختصر طور سنڌ ۾ ٽن قسمن جا 'پيڻ'، ٻه پيٽيئر (Cormorant)، ڇهه ٻگهه ۽ ڪانئرا، هڪ لاڪي جاچي، يارنهن سانهه، چويهه هنج ۽ ٻدڪون، سترنهن سرٽيون، عقاب ۽ ڳجهون، ڇهه ڪونجون، پنج تتر ۽ پٽترا، ڇهه ٻاٽيڙ، پنج باز، ٽيٽيهر پلوور (Plover)، ڦولپارو چيهو ڪينو ترن (Tern)، بي ايٽر (Bee eater)، ڪاڪٽو ڪنگري، سانهڙو چنډول، سئنڊ مارٽن (Sand Martin)، وهيو بلبل، ڪٽياٽي، شرائيڪ (Shrike)، ٿرش (Thursh)، سئنڊپائپر (Sand Piper) وغيره قسم طور عام ملن ٿا. ڏاڙهيءَ واري ڳجهه ڪيرٽر جي مٿانهن پٽن ۾ ملي ٿي. سنڌ ۾ جيڪي ٻاٽيڙ ملن ٿا، تن مان سواءِ 'ڳنو' (Largepin tailed) ۽ امپيريل (Imperial) جي سڀ مڪاني آهن. چڪور سنڌ جي مٿانهن پٽن جو تتر آهي. هندستاني تلور، جيڪو اڳ ٿر ۾ عام هو سو هاڻ ناياب آهي. هُوبارا تلور (Houbara Bustard) به ناياب ٿيندو وڃي. فلوريڪن (Florican) جيڪو سن 1875ع تائين عام هو سو به ناياب ٿيندو پيو وڃي. سفيد هنج منڇر ۾ ملي ٿو ڪومب بدڪ (Com Duck) به سنڌ جي ڏکڻ اوير ۾ ملي ٿي. ننڍڙو هنج ۽ آڙي (Clucking teal) پڻ سنڌ ۾ ڪڏهن ڪڏهن اچن ٿا. گولڊن آءِ (Golden eye) ۽ جيڪو صرف ٻن جڳهين، ايرندي ناري ۽ منڇر ۾ ملن ٿا. پٽنتريو هڪ موسمي پکي آهي، جيڪو حب نديءَ جي آسپاس رهي ٿو عام پٽنتريو (Rain Quail) ڪڇي جي علائقن ۾ رهي ٿو مور، حيدرآباد ۽ ٿرپارڪر ضلعن ۾ عام ملي ٿو.

واديءِ مهراڻ ٻگهن، سانهن، ڪانيرن، ڪينو پيڻ ۽ اگريٽس (Egrets) وغيره جي جنت آهي. هنن جي آنن لاهڻ جون جايون تباهه ٿي چڪيون آهن. ان سان گڏ شڪارين جي ڪري ڪيترا پکي منتشر به ٿي ويا آهن. صرف 15 قسمن مان 6 قسم نظر اچن ٿا. انهن مان اڪثر پکي ڍنڍ وارن هوٽن ۾ ٿي گذارو ڪن ٿا.

**خُشڪيءَ جا پکي:** خشڪيءَ جي پکين ۾ پورو تتر ڪارو تتر (ايراني تتر به ڏسڻ ۾ آيو آهي)، ڪبوتر، ڳيرو ونهيو چيٽي، لغڙ، ڪاٺ ڪٽو هُدهُد، جهنگ ڪڪڙ، جهرڪي، پونتريو ڇَتون، ڊوليں، چانهه، ڪانگ (ڪاري طرف بلڪل ڪاري رنگ جو ڪانگ به ڏسڻ ۾ آيو آهي)، ڪبر (ڳاڙهي ڇهنب واري به هتي لهندي آهي)، پروڙي باز، بلبل، جَهار، ننڍو ليلهو ڪار دونهاري، مالار، ڳجهه، پيلو باز، سرڻ، ٽٽيهر چاپانگو ميٽر، هَڪو پور، ابابيل، پوڙي، دنهائي، ٽيٽيهو ٻاٻيهو ڊم مرچ، تاڙو چب (چبرو)، بحري باز، ڪرنا، هورا، اڇو ڪنگر ۽ ڳاڙهو ڪنگر شامل آهن. انهن ۾ چانهه ۽ هدهد ٻاهريان پکي آهن. جيڪي موسم آهر هرخطي ۾ ڏسبا آهن.

سنڌ ۾ پرديسي پکي سياري جي موسم ۾ لاڙ واري علائقي ۾ اچي رهندا آهن. جڏهن سيارو ختم ٿي ويندو آهي ته وري اهي پرديسي پکي روهه/جبل جي سرد علائقن ڏانهن هليا ويندا آهن. سنڌ ۾ ڪيتريون ئي ڍنڍون آهن، جتي پکي اچي زندگيءَ جا ڏينهن گذارين ٿا. هاليجي ڍنڍ ۽ منڇر ڍنڍ اهڙن پکين جو مرڪز آهن. شام وقت پکي انهن ڍنڍن تي لهن ٿا. 15 کان 20 فوٽن تائين هيٺ پاڻيءَ ۾ ٽٻي هڻي پنهنجي شڪار کي حاصل ڪن ٿا. شڪرو، سِرڻ، باز، هنج، نيرڳي، مرغابي، پاپانسره، تيتري، گوشو ڪرلي، عام مينو بغلو فافتو چيڪو بدڪ، ڳاڙهو سر نيل سر سيارم، طوق چو ڳارهو، هوگوشو ڪارو لق لق، آڙي جل، نيل جل، لال سائين، هندستاني جل وغيره ۽ ٻيا پرديسي پکي مشهور آهن. هي پکي حسن جي علامت آهن. پر اسان جي لاڙ واري علائقي ۾ عرب شڪارين جي ڪري سندن آمد تي وڏو خراب اثر پيو آهي.

سنڌ جي ڍنڍن ۾ هيٺيان ديسي ۽ مسافر پکي ڏسبا آهن:

**(الف) مڇي کائيندڙ بدڪ جا قسم:** نيرڳي، ڊگوش (ڊگوش ٻن قسمن جا ٿين: ڊگوش ۽ ميري جيڪا ڊگوش جي مادي آهي)، ٽُرهاندو، ٻَڏٽو، رَتنبو، ڳَهَٽو، چيڪلو (ٻه قسم: ڪُوهائي) ۽ سينڌريو جيڪو ٿورو وڏيرو ٿئي)، ٿاراهو (وڏو پکي نيرڳيءَ جيڏو) ۽ هنجهر.

**بدڪ جا ٻيا قسم:** آڙي (ڪاري ڇهنب ٽِڪو)، ڪٽائي (جنهن کي ڪٽائي يا ڪيٽائي به چون)، ڏاريو (ٻه قسم: تِلَر ۽ ڪَکو)، ڦُونس، ڪُهنگ، هنجهه، لاڪي جاچي.

**ڪناري تي هلندڙ پکي:** پاٽي ڪاهو يا هُڪارو، ڊومَر، ٽِيٽو (ٽي قسم)، ٽينڊٽي، پُوراڙو ۽ سپلِڙ.

**مڇي کائيندڙ ٻيا پکي:** ڪَنبَ (ٻه قسم: گوڙي ڪنب وڏو ۽ ننڍو)، سانهه، چاهو ڪُڪڙاٽِ، ڪُڪِي پيڻ (تمام وڏو ردِ جيڏو) ۽ تُور.

**داڻي حرام پکي:** ڪيناٺو (ٻه قسم: ڪيناٺو وڏو ۽ نر ٿئي پيو ڪينائي، جيڪو ننڍو پکي ۽ مادي آهي)، ٻگو ٻگهه (ٻه قسم: صاف اڇو ۽ پيو ميرو).

منچر ۾ ديسي پکي ٻارهوئي هوندا آهن، پر انهن جو شڪار ٿڌي مُند (آڪٽوبر کان مارچ) ۾ ٿيندو آهي. سيپٽمبر جي 15-20 تاريخ کان پرديسي پکي اچي ويندا آهن. جي اڪثر ڪري سائبيريا مان ايندا آهن. جڏهن اُتي جون ڍنڍون ۽ سامونڊي ڪنارا ڄمي برف ٿي پوندا آهن ته پوءِ اهي پکي سنڌ جي ڍنڍن ڏانهن رخ ڪندا آهن ۽ وري گرمين ۾ واپس هليا ويندا آهن. انهن پرديسي پکين جا قديم زماني ۾ تقريباً ٽي سئو قسم هوندا هئا. هاڻي انهن مان ڪيترا نسل ختم ٿيڻ ڪري اهي ڏسڻ ۾ ڪين ٿا اچن.

شڪاري ۽ مهاڻا پکين کي آڏي ۽ ونجهر ڍپ ۾ ڦاسائيندا آهن. ڪڏهن ڪڏهن بندوق سان به پکين جو شڪار ڪندا آهن. خاص ڪري امير ماڻهن کي ملاح ٻيڙين ۾ چاڙهي بندوق سان پکين جو شڪار ڪرائيندا آهن.

**پکين جي شڪار جا طريقا:** انسانن پکين جي شڪار لاءِ جيڪي طريقا ايجاد ڪيا، تن مان آسان طريقو "ڪڏٽي جي شڪار" جو آهي. ڪُڏٽي ۾ شڪاري لڪي ويهي ٿو. ان ڪڏٽي کي ناهڻ لاءِ وڻن جون ڪجهه ٽاريون زمين ۾ کوڙي، انهن کي پاڻ ۾ جوڙي ڇڏيندا آهن ته جيئن ڪڏٽي ۾ ويٺل ماڻهوءَ کي پکي ڏسي نه سگهن. انهيءَ طريقي سان شڪار ڪندڙ گهڻو ڪري ٽورن پکين ۾ ڏڪ نه هڻندا آهن. تمام گهڻا پکي گڏ ٿيندا ته پوءِ ڏڪ هڻندا. ڪڏهن ڪڏهن هڪ ڏڪ ۾ پندرهن کان به وڌيڪ پکي مري پوندا آهن.

پکين کي شڪار ڪرڻ جا ٻيا به گهڻا طريقا آهن: جيئن ته ٽپيءَ جو طريقو رَڇ جو شڪار، مُهاڙيءَ جو شڪار ۽ ڪنڌيءَ جو شڪار وغيره.

خيرپور جا مير ۽ ٻيا شاهوڪار ماڻهو پکين جو شڪار جدا جدا نمونن سان ڪندا هئا، جيئن ته هي شڪار ٻيلي، ٽڪرءِ ٽرجي ڍنڍن، ڍورن، تلائن ۽ پاڻيءَ جي ڏُهن تي ٿيندو آهي، ان ڪري صبح يا شام جو بندوقون کڻي اچي پاڻيءَ جا پکي ماريندا آهن. انهن پکين مان نيرڳي، بدڪون، ڪارا، ڪرڙا ۽ سگهوش مشهور آهن. اهي پکي سياري جي موسم ۾ ايندا آهن. انهن موسمي پکين کان سواءِ ٻيا جهنگ جا پکي هيٺين نمونن سان شڪار ڪبا آهن: چاڙهڪو ٻولي، هُشڪ، چُوڙ ۽ اُڏارو وغيره.

هر علائقي ۾ پکين جي شڪار جا جدا جدا نمونا هوندا آهن. جيئن ته لاڙ ۾ پکين ڦاسائڻ جا سنڌ آهن: وانجهار، گُهٽ، ڪَنيري ۽ ڇَٽ.

**پکي¹ (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب مرزا قليچ بيگ جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 64 صفحا آهن ۽ هن جي قيمت 7 آنا ڇهه پايون آهي. ڇاپو ٽيون، چوهڙ مل منگهارام، سنڌ آبزرور پريس ڪاچي مان سال 1914ع ۾ ڇپايو. هن ڪتاب جو ڇاپو چوٿون، سال 1922ع ۾ شايع ٿيو.

**پکيارڪي:** هيءُ تعلقي ٽنڊي محمد خان جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

"مراد جتوئي، گولو جماري، خير محمد سمون، حاجي رمضان لاشاري، حاجي الياس سمون ۽ حاجي ٻچو سمون."




**پکي ٿو ٻولي (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب لاڙ جي شاعر بلبل ڪوواهيءَ (خان محمد) جو شعري مجموعو آهي، جنهن ۾ سنڌس بيت، غزل، وايون، گيت، دوها، نثري نظم، ٽيڙوُ ۽ چوسٽا شامل آهن. پکي جلد سان، ڊيمي سائيز جو هيءُ ڪتاب سيتيا پبليڪيشن حيدرآباد 1993ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. 155 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 70 رپيا آهي.

**پکيءَ پيرو (ٻوٽو)** (Bird's Foot Trefoil): هڪ دائمي ٻوٽو جنهن کي مٽرن جهڙا ننڍڙا ڦڪا گل ٿين ٿا. هن ٻوٽي جي ٻج وارين ڦرين پکيءَ جي پيرن وارين آڱرين جهڙيون هئڻ ڪري هن ٻوٽي کي "پکيءَ پيرو" سڏجي ٿو. هيءُ مال جي چاري (Fodder) لاءِ پوکيو ويجي ٿو.

**پکي ساڳي پار جا (ڪتاب):** هيءُ شيخ اياز ۽ تاجل بيوس جي چونڊ شاعريءَ جو گڏيل مجموعو آهي. جنهن ۾ ٻنهي شاعرن جا دوها، وايون، هائيڪا، چوسٽا ۽ ترائيل آهن. هيءُ ڪتاب نئون نياپو اڪيڊمي، ڪراچيءَ پاران فيبروري 2004ع ۾ شايع ٿيو. جنهن جو انتساب تاجل بيوس هن ريت لکيو آهي: "ڏولڻ شاعرن- گنگا، جمنا جو پاڻي پيئندڙ پلوڙ شاعر اير ڪمل ۽ سنڌ ماتا جي قدآور شاعر سرڪش سنڌيءَ جي لاءِ ڪچي جلد سان 112 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 50 روپيا آهي.




**پکين جي پارليامينٽ (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب فارسي زبان جي ليکڪ فريدالدين عطار جي لکيل مثنوي "منطق الطير" جو سنڌيءَ ۾ ترجمو آهي، جيڪو پروفيسر غلام حسين جلباڻيءَ ترجمو ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ ليکڪ تمثيلي طور پکين ۾ انساني زندگيءَ جي عام واقعن کي بيان ڪيو آهي. شيخ فريدالدين عطار کي شهرت بخشيندڙ هن ڪتاب جا دنيا جي ڪيترين ئي ٻولين ۾ ترجما ٿيا آهن. جن ۾ اردو زبان ۾ هيءُ ڪتاب 'تفسير شرح منطق الطير' جي عنوان سان احمد حسن سواتيءَ ۽ 'لسان الطير شرح منطق الطير' جي عنوان هيٺ آغا محمد اشرف دهلويءَ ترجمو ڪيو آهي. سنڌيءَ ۾ ترجمو 1959ع ڌاري سنڌي ادبي بورڊ پاران 3 ڀيرا 1962ع، 1968ع، 1979ع ۾ شايع ڪرايو ويو ۽ ان جو هيءُ چوٿون ڇاپو روشني پبليڪيشن ڪنڊياري پاران 2007ع ۾ ڇپرائي پڌرو ڪيو ويو آهي. ڊيمي سائيز جي پڪي جلد ۾ ڇپيل هن ڪتاب جي قيمت 100 روپيا ڄاڻايل آهي ۽ ڪل 160 صفحن تي مشتمل آهي. ترجمي نگار "منطق الطير" ۾ موجود شروعاتي 600 مدحيه بيت ڇڏي قصي جو ترجمو ڪيو آهي، جنهن ۾ ترجمي جي عبارت، معنيٰ ۽ مفهوم کي وڻندڙ پيرايي ۾ پيش ڪرڻ ۽ فقط نقلي ترجمي تي پاڙي ويهڻ بجاءِ دلڪش انداز سان ويهي جڻ ته اصل ڪتاب جو اختصار لکيو آهي. هن ڪتاب جا ٻه اکر مترجم جي فرزند پروفيسر عطاءُ الله خان جلباڻي لکيا، جڏهن ته ديباچو غلام حسين جلباڻي جو لکيل آهي. ڪتاب جي مُنڍ وارن صفحن ۾ ڪتاب جي ليکڪ فريدالدين عطار جي سوانح پڻ ڏنل آهي. ڪتاب ۾ ڪل 64 ليک آهن. جن ۾ پکين وچ ۾ گفتگو فنا ۽ بقا جي فلسفي تي ۽ ڪتاب متعلق موضوعن تي لکيل ليک شامل آهن. ائين چوڻ ۾ ڪو به وڌاءُ نه ٿيندو ته هن ڪتاب ۾ توڻي جو ننڍيون ڪهاڻيون، ڳالهيون درج ٿيل آهن، پر حقيقت ۾ اهي عقل ۽ ڏاهپ جو ڀنڊار آهن.



**پکين راند**: هيءَ ٻارن جي هڪ راند آهي. هيءَ راند اڪثر سانجهيءَ جي نماز کان وٺي آڌيءَ رات تائين کيڏي ويندي آهي. هن راند ۾ سمجهه ڀريا ٻار حصو وٺي سگهندا آهن. هيءَ راند رچائڻ لاءِ ٻه ٽوليون ٺاهيون وينديون آهن. انهن ٽولين جي جوڙ جڪ ٻين ديسي راندين وانگر ”ننڍ وڏ“ جي چونڊ ذريعي ڪئي ويندي آهي. ان بعد آڳ ڏيندڙ ۽ آڳ وٺندڙ ٽوليءَ جو فيصلو ڪرڻ ۾ ايندو آهي. اهو فيصلو نهايت مزيدار نموني ۾ ڪيو ويندو آهي. ٻه وڏا رانديگر جن جو انهن ٽولين سان واسطو نه هوندو آهي، اهي ڪو پکي ذهن ۾ رکي، ان جي قد، کنين، اکين، مٽي، چهنب وغيره جو مقدار ٻڌائي پوءِ اها ڳالهه ٻنهي ٽولين جي وچ تي ڇڏيندا آهن. هر هڪ ٽوليءَ جو هڪ هڪ رانديگر واري سان پکيءَ جو نالو وٺندو ويندو آهي. جنهن ٽوليءَ جي همراهه پکيءَ جو نالو صحيح ورتو، اهائي آڳ وٺندڙ ٽولي هوندي. پکيءَ جي نالي وٺڻ سان اهي همراهه ميدان مان نڪري وڃي جدا جدا جاين تي لڪندا آهن. هوڏانهن ٻي ٽولي کين ڳولڻ لاءِ سرگرم هوندي آهي، پر کين اهڙي اجازت تڏهن ملندي، جڏهن اشاري سان ڇپيل وڻ ذهن ۾ رکي، انهيءَ طرف هٿ کڻي چوندو ته ”اِستا بندي کين ڀلائيندي هن منهن تي.“ ان بعد انتظار ۾ ويٺل آڳ ڏيندڙ ٽوليءَ جا همراهه انهيءَ رخ تي ويٺل مشهور وڻن جا واري تي نالا وٺڻ شروع ڪندا. آخر جڏهن ڪو انهيءَ وڻ جو نالو وٺي ويو ته کين اجازت ملندي ته ڀلي وڃي لڪل ڌر کي ڳوليو. بس همراهه هنن کي ڳولڻ لاءِ پڙ ڇڏي ڀري ويندا ۽ هو لڪل هنڌان آهستي آهستي نڪري هڪ هڪ تي ڇپ ڇاپ ۾ اچي پڙ ۾ پهچندا. جيڪڏهن سندن ڪوبه همراهه نه ڪاتو ته راند کٽيائون، پر جي ڪاپي پيو ته راند هارايائون ۽ وري ساڳيءَ طرح ٻي راند شروع ڪندا. هن راند ۾ رانديگرن کي پکين جي واقفيت سان گڏ انهيءَ علائقي جي آسپاس اندر بيٺل سيني مکيه وڻن جي واقفيت وڏو فائدو پهچائيندي آهي ۽ منجهن سوچڻ ۽ تحقيق جو گڻ پيدا ٿيندو آهي. هيءَ راند ٻارن ۾ خود ضابطگيءَ، بهادريءَ ۽ يوڳ مزاح جو گڻ به پيدا ڪري ٿي، ڇو ته ڳولڻ وقت رانديگر اهڙا اهڙا آواز ۽ يوڳ چرچا زور سان ڪندا ويندا آهن، جو ماڻهوءَ کي ٻڌي ضرور کل اچي. انهيءَ ۾ مقصد ٿي اهو هوندو آهي ته لڪل ٻار جيڪي ڀر پاسي ۾ ڪنهن دڙي وٽ، ڪسيءَ ۾، ٽڏي جي پٺيان لڪل هوندا آهن، سي کلن ته کين آسانيءَ سان ڪاپائي سگهجي. مگر هوڏانهن لڪڻ وارا ٻار به پاڻ تي ضابطي جو مڪمل مظاهرو ڪري ڏيکاريندا آهن ۽ جيتوڻيڪ اهي يوڳ چرچا ٻڌندا آهن ته به چپ رهندا آهن. هيءَ راند ڏاڍي دلچسپ هوندي آهي ۽ ڪلاڪن جا ڪلاڪ هلندي رهندي آهي.

**پکين ۽ جانورن جون نصيحت ڀريون ڪهاڻيون** (ڪتاب): ٻارن لاءِ نصيحت ڀرين ڪهاڻين جي هن ڪتاب جو ليکڪ ڊاڪٽر اياز حسين قادري آهي. ڊاڪٽر صاحب هن ڪتاب ۾ ٻارن لاءِ 55 نصحيت ڀريون آکاڻيون شامل ڪيون آهن، جيڪي تمام دلچسپ ۽ دل وندرائيندڙ آهن. هن ڊيمي سائيز ڪتاب جي قيمت 2 روپيا لکيل آهي، جيڪو سنڌي ادبي بورڊ طرفان 1981ع ۾ شايع ٿيو.




**پکي وارو بزرگ**: هن بزرگ جي مزار جهڏي کان ٽنڊي جان محمد طرف صرف ٻن ميلن جي پنڌ تي رستي سان لڳولڳ آهي، جنهن کي ”پکي وارو بزرگ“ سڏيو وڃي ٿو. ڪي ان کي مصري شاهه جي نالي سڏين ٿا. پراها قبر ’ڳنگلي بچڻ‘ جي آهي. جنهن جا معتقد عام طور مينگهواڙ قبيلي جا ماڻهو آهن.

**پکيئڙا ولر کان وڇڙيا** (ڪتاب): مشهور ڪهاڻيڪار ۽ ناول نويس گوبند مالهيءَ جو ورهاڱي جي پسمنظر تي لکيل هيءُ ناول سندس اوائلي




ناولن مان آهي. ڪرائون سائيز ۾ 148 صفحن تي ڇپيل هيءُ ناول، چونڊ پبلڪيشن حيدرآباد جي پهرئين ڪتاب طور علي مرتضيٰ ڌاريجي 1973ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. جنهن جي قيمت ٻه روپيا رکيل آهي. هيءُ ناول گوبند مالهيءَ جي بهترين ناولن مان هڪ آهي. هن ناول ۾ گوبند مالهيءَ پنهنجي ٻالڪپڻ ۽ جوانيءَ جي پوپٽن جهڙن پلن کي ياد ڪندي، سامتيءَ جي ڳوٺ جي زندگيءَ جو چٽ چٽيو آهي. هن ناول جو مکيه ڪردار ”ڪُندن“ آهي. هن ناول جو مکيه موضوع آهي ”ڌرتيءَ جي ڳالهه، ڌرتيءَ کان وڇڙڻ جو درد“. هيءُ ڪتاب جو سنڌ ۾ ڇپيل ٻيو ڇاپو آهي. جڏهن ته پهريون ڇاپو ڀارت ۾ ڇپيو هو. ورهاڱي جي واقعن جو بيان پنهنجي ڳوٺ ’ٺارو شاهه‘ جي پسمنظر ۾ ڪيو ويو آهي.

**پکيئڙو، محمد صديق**: مشهور ڪانگريسي ۽ قومي ڪارڪن، محمد صديق پکيئڙو 1910ع ڌاري ٺٽي شهر جي قديم محلي ڇاپائيءَ ۾ ڄائو.



مئٽرڪ سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ مان ڪرڻ بعد انٽر ممبئيءَ مان ڪيائين ۽ گريجوئيشن ڪرڻ لاءِ علي ڳڙهه يونيورسٽيءَ ويو، پر تعليم مڪمل نه ڪري سگهيو. اڳتي هلي زرعي ڪاليج سڪرنڊ مان زراعت جو ڪورس پاس ڪيائين ۽ سڄي ڄمار ٺٽي ۾ گذاريائين. ڪجهه وقت زراعت کاتي ۾ زرعي ايجنٽ ٿي رهيو ۽ زميندارن کي پوکيءَ لاءِ ٻج ڏيندو هو. اڳتي هلي اهو پيشو به ڇڏي ڏنائين، ڇو ته زرعي کاتي ڏانهن سندس پنجاهه هزار روپيا رهجي ويا. جيڪي کيس آخر تائين نه مليا. سندس گذر سفر جو ذريعو زرعي زمين رهي. ڪجهه وقت جامع مسجد ٺٽي جي ڀر ۾ اٽي جي هڪ ننڍي مشين هلائي گذر سفر ڪندو هو، پر (شهيد) ذوالفقار علي ڀٽي جي دور ۾ جڏهن جامع مسجد جي وسعت جو پلان تيار ڪيو ويو ته سرڪار محمد صديق پکيئڙي جي زمين، مسجد کي ڏئي ڇڏي، جنهن جي معاوضي لاءِ هڪ عرصي تائين آفيسرن جي درن جا چڪر ڪاٽيندو رهيو، پر عوامي دور ۾ به سندس ڪو داد فرياد نه ٿيو.

محمد صديق پکيئڙي کي سياست جو واءُ، ممبئيءَ ۾ پڙهڻ واري عرصي دوران لڳو ان ننڍي وهيءَ ۾ ڪانگريس ۾ شموليت اختيار ڪيائين ۽ زندگيءَ جي پڇاڙيءَ تائين سچو ڪانگريسي رهيو. ڪاليج جي زماني کان وٺي کاديءَ جا ڪپڙا پاتائين ته مرڻ گهڙيءَ تائين پائيندو رهيو. برصغير جي ورهاڱي کان ٿي ڪانگريس ۾ سرگرم رهيو ۽ سنڌ ۾ مختلف شهرن ۾ ڪانگريس جي ٿيندڙ پروگرامن ۾ حصو وٺندو رهيو. ورهاڱي کان پوءِ ماڻهن نظريا ۽ اصول

بدلائي ڇڏيا. پر محمد صديق پڪيئڙو پنهنجي نظرئي ۽ سوچ تي اٽل رهيو. 1956ع تائين اها اميد رکيون آيو ته هتي ملڪ سيڪيولر پاليسي اختيار ڪندا ۽ لڏپلاڻ جو شڪار ماڻهو پنهنجي پنهنجي ديس ورندا. پر جڏهن ڏٺو ته 1954ع کان وٺي 1956ع تائين هندستان مان وڌيڪ مهاجر ايندا رهيا ۽ سنڌ کي مورڳو ون يونٽ جي پنجوڙ ۾ سوگهو ڪري ان جي وجود ۽ ٻوليءَ جي تشخص کي ختم ڪيو ويو آهي ۽ سنڌ جون زمينون غير حاضر فوجين ۽ انگريزن جي وفادار رٽائرڊ عملدارن کي ڏنيون پيون وڃن ته هن جا خواب چڪنا چور ٿي ويا. هو ون يونٽ ٺاهيندڙ ۽ ان جي حمايت ڪندڙ زميندارن کي سنڌ دشمن سمجهندو هو ۽ ان ڏس ۾ ڪنهن سان به رعايت ڪرڻ لاءِ تيار نه هو. هو مصلحت پسندي، خوشامد ۽ منافقت کي پسند نه ڪندو هو.

محمد صديق پڪيئڙي جو سائين جي. ايم. سيد سان گهاٽو تعلق رهيو. جيڪو زندگيءَ جي آخري دم تائين قائم رهيو. هر عيد وڃي سيد سان گڏ سن ۾ ڪندو هو. سائينءَ جي محبت ۽ صحبت سبب 1980ع جي ڏهاڪي تائين اڪثر قومي جلسن ۾ شريڪ ٿيندو هو. جي. ايم. سيد سان واسطيدار هر ڪارڪن کي پنهنجو سمجهندو هو. جيئي سنڌ تحريڪ کي ڪافي ويجهو رهيو. جيتوڻيڪ هو ڪانگريس کان سواءِ ٻيءَ ڪنهن پارٽيءَ کي تسليم نه ڪندو هو پر جي. ايم. سيد جي ڪري قومي ڪارڪنن ۽ قومي هلچل تي تنقيد نه ڪندو هو. جي. ايم. سيد کي پاڪستان ۽ سنڌ جي سمورن سياستدانن جي مقابلي ۾ احترام جي نظر سان ڏسندو هو.

ضياءُ الحق جي دور ۾ ڇاپائي محلي نئي ۾ پنهنجي گهر جي سامهون ٻن پراڻين قبرن جي ٿلهه ڊڪي تي شام جو ريڊيو کڻي اچي ويهندو هو. آل انڊيا ريڊيو، بي. بي. سي ۽ ٻين ريڊيو اسٽيشنن تان خبرون ٻڌندو هو. شهر جا نوجوان ۽ بزرگ وٽس اچي گڏ ٿيندا هئا. ملڪي ۽ عالمي سياست تي بيباڪ تبصرا ڪندو هو ۽ ڪنهن کان به نه ڊڄندو هو. اهو قبرن جو ڊِڪو چڻ ته سياسي ۽ سماجي تعليم جو درسگاهه محسوس ٿيندو هو.

محمد صديق پڪيئڙو مطالعي جو وڏو شوقين هو. ممبئيءَ جي تعليم واري زماني کان وٺي 1975ع تائين خوب اڀياس ڪندو هو، پر پوءِ ڪتاب پڙهڻ گهٽائي ڇڏيائين. فارسي ۽ انگريزي به ڄاڻندو هو. سندس ڪچهري علم جي کاڻ هئي. هو جواهر لعل نهرو، مولانا ابوالڪلام آزاد ۽ جي. ايم. سيد کان وڌيڪ متاثر هو. ڪچهريءَ ۾ سندن حوالا ڏيندو هو. سندس سوچ ۽ گفتگو جو انداز منفرد هو. هن سچي ۽ کري انسان، دل جي تڪليف سبب 3 نومبر 1987ع تي وفات ڪئي، کيس مڪلي ٽڪريءَ تي قديم آثارن جي کاتي جي آفيس جي پر ۾ دفنايو ويو.

**پگوڊا** (Pagoda): هيءَ تعجب ڏياريندڙ اڏاوت جو نمونو آهي، جيڪو گهڻ ماڙ صورت ۽ هر ماڙ گهٽ ڪري الڳ ڇڄهري سان ۽ مٿي سوڙهي ٿيندڙ عمارت جوڙي ٿو. انهيءَ قسم جون عمارتون چين، جپان، ڪوريا، ويٽنام ۽ ورلي ڪن ٻين هنڌن تي ملن ٿيون. هن اڏاوت کي اڪثر ٻڌمت جي عبادتگاهه يا اهڃاڻ طور سڃاتو وڃي ٿو. بنيادي طور ٻڌمت جا عبادتگاهه Stupa ۽ انهن جون خانقاهون Monasteries سڏبيون آهن. پگوڊا کي قديم اسٽوپا جي ارتقائي صورت ۾ ڏسي سگهجي ٿو. خود اسٽوپا جون به ايشيا ۽ ڪن ٻين علائقن ۾ جدا صورتون ۽ جوڙجڪ جا نمونا آهن. اصل انگريزي لفظ جيڪو اسٽوپا جي هم معنيٰ آهي، سو آهي Tope. انگريزي ٻوليءَ ۾ لفظ ’Stupa‘ 1625-1635ع جي وچ ۾ پورچيوگالي لفظ ’Pagoda‘ يعني ’Temple‘ مان آيو. جيڪو پارسي بتڪدي جي صورت هئي. اسٽوپا جي شروعات 3 صدي ق. م ڌاري ٿي ۽ ان جي صورت گنبذ نما اڏاوت جهڙي هئي. ان ۾ پوءِ ٻيا به ڪي حصا/ انگ شامل ڪيا ويا. مهاتما ٻڌ سان لاڳاپيل نوادرات ميڄتا لاءِ محفوظ ڪيا ويا ۽ اسٽوپا هندستان ۽ ٻين ڪيترن هنڌن تي مخصوص اڏاوت جي صورت ۾ ٺهڻ لڳو. چيو وڃي ٿو ته ’Pagoda‘ جو


پگوڊا

اصل استعمال ٻڌمت جي مذهبي لکتن وغيره کي محفوظ ڪرڻ هو انهيءَ استعمال لاءِ ٻڌمت جا جيڪي پرچارڪ هئا، انهن تاڪيد ڪيو اهڙيءَ ريت ٻڌمت جون نوادرات محفوظ ڪرڻ لاءِ هي اڏاوتون عام ٿيون. هنن اڏاوتن تي مختلف قسم جي چٽسالي، اُڪر ۽ گهڙت وغيره جي نمونن مختلف مصوري ۽ فنن کي جنم ڏنو اهي نمونا چين، هندستان ۽ ٻين ملڪن مان نڪري آس پاس تائين پهتا. هن ۾ منزلن يا ماڙين جو تعداد مقرر ڪونه هو بعضي اهي عجيب ۽ گهڻ خرچا پاسندا آهن. پگوڊا پنهنجي اوچائيءَ جي ڪري ڪنوَڻ کي ڇِڪي ٿو. ان مان اهو خيال ورتو وڃي ٿو ته گويا هن ۾ روشني ۽ روحانيت داخل ٿئي ٿي. ڪن عمارتن جي چوٽيءَ تي اوچيون نيلون لڳل ٿين ٿيون. جيڪي هڪ طرف ٻڌمت جي ڪن پوڄيل يا پسند ڪيل نوادرات يا نشانيون، فن جي روپ ۾ استعمال ڪيون ويون. مثال ڪنول گل جهڙو نقش اسٽوپا جي نيل ۾ جنهن جو ٻيو ڪم اهو به هو ته پنهنجي ڊگهي ڳني سان ڪنوَڻ کي نقصان ڪرڻ کان روڪي. اهڙيءَ ريت ڪنوَڻ جي روشنيءَ کي سمائڻ ۽ وڌيڪ نقصان ڪرڻ کان روڪڻ جي ڪم ۽ خوبصورتي وڌائڻ لاءِ نيلون به شامل ڪيون ويون. قديم Pagoda ڪاٺ جا ٺهيل ٻڌايا وڃن ٿا. ان ۾ پوءِ آهستي آهستي اها سامگري استعمال ٿي، جيڪا مضبوط به هئي ته گهڻين آفتن کان محفوظ به هئي.

**پڳ**: پٽڪو، اڳواٽيءَ يا عزتمنديءَ طور پٽڪو ٻڌايو ويندو آهي ۽ هر ڪو ماڻهو پڻ ٻڌندو آهي، پر پڳ جي خاص حيثيت آهي. پڳ گهر يا راڄ جي اڳواڻ يا وڏي کي ٻڌائيندا آهن، اهو گهر يا راڄ جو چڱو مڙس سمجهيو ويندو آهي ۽ مٿس راڄ جي هر ڪا ذميواري وڌل هوندي آهي. پڳ ٻڌائڻ واري موقعي تي ٻيا مٽ



مائٽ به ”ور“ ڏيندا آهن. قبائلي سردار کي به پڳ ٻڌائبي آهي. پڳ ورثي ۾ ملندي آهي. روايتن ۽ رسمن موجب ڌاريي کي پڳ نه ٻڌائبي آهي.

**پڳڙي**: هندو واڻين جي پائڻ جي خاص اچي ٽوپي (جيڪا اڳرين مان ٺاهيل هوندي آهي)، پڳڙي هندو پائيبندن جي لباس جو خاص حصو آهي ۽ اها پڳڙي ڪپڙي جي پٽين مان ٺهندي آهي، ان ۾ اندران ڪلف ڏيندا، مٿان تهہ جمائيندا ويندا آهن. اها پڳڙي وچ اوير جي دور کان گهٽو اڳ پارسي (گبر) پائيندا هئا. اهي واپاري قسم جا ماڻهو اها ڌرمي رسمن جي ادائگيءَ وقت پائيندا هئا. سنڌ ۾ پائيبند فقط اڇي پڳڙي پائيندا آهن. پر قديم پارسي لوڪ ڳاڙهي پڳڙي پائيندا هئا. عباسي دور ۾ برمڪي خاندان جا اڳواڻ هوبهو اها ئي پڳڙي پائيندا هئا. ٿر ۽ عمرڪوٽ ضلعن ۾ راجپوت (ٺڪر) توڙي ٻين ڪيترن هندو خواهہ مسلمان ذاتين جا مرد اڇي پڳڙي ۽ ڦينٽو (رنگين پڳ) ٻڌندا آهن، جيڪي انهن جي لباس جو حصو آهن.

**پڳڙيون**: هندن جي هڪ رسم موجب فوتيءَ کي ساڙڻ بعد ٽئين يا چوٿين ڏينهن فوتيءَ جي وارث کي "پڳڙي" ٻڌائي ويندي آهي. ان رسم جي ادائگي وقت ٻانيڻ کي ڏامو ڪارايو ويندو آهي ۽ دان (خير خيرات) پڻ ڏنو ويندو آهي.

**پڳهہُ**: ٻيڙيءَ کي ڪناري سان ٻڌڻ جو رسو. لنگر هڻڻ وارو هنڌ. ڪناري وارو هنڌ، جتي ٻيڙي کي رسي سان ڪتل مُنيءَ ۾ ٻڌبو آهي.

پڳهہ پاسي پچ، آيل! سامونڊيَن جي،
مَنَ ۾ ٻاري مَچُ، جم وڃينئي اوهري.

**پڳهہ ڇوڙي پنڌ پيا** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب خوشحال مصري فقير مخمور جي شخصيت ۽ ڪلام تي لکيل مضمونن جو مجموعو آهي، جنهن کي محمد رمضان مسڪين سروريءَ سهيڙيو آهي. هن ڪتاب کي ٻن ڀاڱن ۾ ورهايو ويو آهي، ڀاڱي پهرين ۾ مصري فقير 'منهنجي نظر ۾'، مخدوم طالب المولىٰ، مخدوم جميل الزمان، شهباز علي ملازم ۽ ٻين جا مضمون شامل آهن، ٻئي ڀاڱي ۾ رحيم بخش، رجب علي، جليس، نسيم بلوچ ۽ ٻين جون لکڻيون شامل آهن، ان کانسواءِ هن ڪتاب ۾ تعزيتي نوٽ، خط، ڪالم ۽ مصري فقير جي شاعري شامل آهي، 208 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 150 رپيا آهي، هيءُ ڪتاب 2006ع ۾ بزم طالب المولىٰ شاخ سرهاڙيءَ طرفان ڇپائي پڌرو ڪيو ويو.

**پڳِي/ پيري**: پڳي لفظ، پير مان نڪتل آهي. پڳي پيرو کڻندا آهن. سنڌي پڳين کي پيرا کڻڻ ۽ سڃاڻڻ جي خداداد ڏات آهي. هو رستي تي هلندي چوري ٿيل اُٺ يا روپوش چور جو پيرو، ڏوهہ واري وقت کان ورهيہ پوءِ بہ سڃاڻي جوابدار کي ماڻهن جي ميڙ مان بہ هٽ ڪري وٺندا آهن. چوري ٿيل ڍور کي بہ ساڳيءَ طرح لهندا آهن.

**پگهريل هٽ** (ڪتاب): ناميارا ڪهاڻيڪار هري همٿاڻيءَ جي ڪهاڻين جو مجموعو "پگهريل هٽ"، اجنتا پبليڪيشن، اجمير پاران 1984ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. هن ڪهاڻين جي مجموعي جو پهريون ڇاپو ڊيمي سائيز ۾ 124 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن جي قيمت 20 رپيا آهي. هن مجموعي ۾ ليکڪ جون چار ڪهاڻيون شامل آهن. ڪتاب جو انتساب ليکڪ هنن لفظن ۾ ڪيو آهي: "ارپيم، انهن اکڙين کي، جن ۾ آس سدا لکل رهي."




**پُل**: ڪنهن درياهہ، نديءَ يا واهہ جي مٿان لنگهڻ لاءِ جيڪو رستو خاص ڪري ريل گاڏين يا موٽر گاڏين ۽ ماڻهن جي گذرڻ لاءِ ٺاهيو ويندو آهي، اُن کي 'پُل' چئبو آهي. آڳاٽي وقت ۾ سڌا تختا رکي پل ٺاهي ويندي هئي، پوءِ سرن جا ٿنڀا ٺاهي مٿان ڇت وجهندا هئا. ان کان پوءِ وڏن ڪلن جو استعمال ٿيڻ لڳو ۽ سيئي پليون سرن يا پٿرن سان ٺهڻ لڳيون. پراڻي قسم جي پلين ۾ ڪشمير جي سري نگر جون پليون عمدو مثال آهن. موجوده دور جي پلين ۾ سکر واري پل، پوريءَ دنيا ۾ بينظير مثال آهي.


روهڙي ۽ سکر کي ملائيندڙ لئنسڊائون پل

جابلو ڪاهين جي مٿان رسن جون پليون ٺاهيون وڃن ٿيون، جنهن ۾ هيٺ مٿي آرپار ڏور سان رسا ٻڌا ويندا آهن. پار ڪرڻ وارو مٿئين رسي کي پڪڙي، هيٺئين رسي تان هلندو ٻئي پار پهچي ويندو آهي.

سنڌ ۾ جيڪي مشهور پليون آهن، تن ۾ سکر واري لئنسڊائون پل، ايوب پل، گدو ۽ ڪوٽڙي واريون پليون، دو واري مهراڻ ريلوي پل، سکر بئراج واري (دروازن واري) پل ۽ گدو بئراج پل شامل آهن. ڪوٽڙيءَ وٽ ڪوٽڙي بئراج واري پل، دادو-مورو پل ۽ سجاول واري پل، اهي درياهي پليون آهن. پهريون چار لوهي پليون آهن: باقي ٻيون سيمنٽ ۽ سرن واريون پليون آهن.

**پَلُ**: ننڍو ڪڙيو. جيڪو آڏ کان ڪجهہ وڏو هجي. اڄوڪي دؤر ۾ ان کي "واٽر ڪورس" چوندا آهن.

**پلاسٽڪ جو چؤنرو** (Cloche): ٻوٽن جي ٻيجاري مٿان سيءَ، هوا ۽ گهٽي مينهن وغيره کان بچائڻ لاءِ پلاسٽڪ جو ٺهيل ڍڪ ڏبو آهي، جيڪو ٻوٽن جي شروعاتي واڌ کي زور وٺائي ٿو. هي چؤنرو (Cloche) شيشي (بلور) يا پلاسٽڪ مان هڪ ئي فريم ۾ ٺهيل هوندو آهي. هن قسم جي چؤنري هيٺان ٽورا ٻوٽا ڍڪيا ويندا آهن. ڪي چؤنرا ڊگهن پوشن جي صورت ۾ جوڙي، انهن سان ٻوٽن جي قطارن کي ڍڪيو ويندو آهي.

**پلاسٽڪ سرجري** (Plastic Surgery): سرجري جي هڪ شاخ، جنهن جو تعلق انساني جسم جي ڪنهن بہ ضايع يا مسخ ٿيل حصي کي ٻيهر ٺاهڻ يا ٺيڪ ڪرڻ آهي. هن خرابي جو سبب پيدائشي (مثال طور: ڪٽيل چپ) يا ڪنهن حادثي جو نتيجو بہ ٿي سگهي ٿي. پلاسٽڪ سرجري جو بنيادي مقصد عيبن کي ختم ڪرڻ، متاثر



پلاسٽڪ سرجري

عضوي جي ڪارڪردگي بحال ڪرڻ ۽ ظاهري صورت کي بهتر بنائڻ هوندو آهي.

پلاسٽڪ سرجري پراڻي وقت کان هلندڙ آهي. 2000 ق. م جي هندستان ۾ ڪٽيل نڪ کي ٺيڪ ڪرڻ لاءِ آپريشن ڪيا ويندا هئا. ان دور ۾ نڪ ڪٽڻ هڪ سزا هئي. قديم رومي ۽ يوناني مقالن ۾ به ان قسم جي سرجريءَ تي بحث ٿيل ملي ٿو. سورهين صديءَ تائين ان سلسلي ۾ ڪا ذڪر جوڳي اڳڀرائي نه ٿي. ويهين صديءَ ۾ ٻي عالمي جنگ ڪانپوءِ نفسياتي علاج ۾ پلاسٽڪ سرجري جي اهميت ثابت ٿي وئي. جنگ ۾ زخمي ٿيندڙن جا متاثر عضوا بحال ڪيا ويا ۽ ڪاسميٽڪس جي لحاظ کان به انهن کي بهتر بڻايو ويو.

اڄڪلهه آرائش ۽ زيبائش جي لاءِ به پلاسٽڪ سرجري انتهائي اهم ڪردار ادا ڪري رهي آهي، اهو به پلاسٽڪ سرجريءَ جو ڪمال آهي، جو انسان هڪ دفعو ٻيهر جوان ٿيو پوي. پلاسٽڪ سرجريءَ ذريعي جڳ مشهور پاپ گلوڪار مائيڪل جيڪسن به پنهنجي ڪاري رنگ کي پوري رنگ ۾ تبديل ڪرائي پنهنجا نقش تبديل ڪرايا هئا.

**پلاسيءَ جي جنگ**: 23 جون 1757ع تي ٿيل هڪ ويڙهه. جنهن جي نتيجي ۾ بنگال تي برطانوي ڪنٽرول قائم ٿيو. هي هندستان جي برطانوي فتح جو پهريون مرحلو بني. 1756ع ۾ بنگال جي نواب سراج الدوله ڪلڪتي ۾ برطانوي قلعو فتح ڪيو. جتي پوءِ ڪجهه انگريز قيدي زمين ۾ کوٽيل کڏي ۾ دم ٽوڙي ويا. هن کڏي کي 'ڪلڪتي جو بليڪ هول' چيو وڃي ٿو. ڪجهه لکندڙن بليڪ هول کي حقيقت بجاءِ افسانو سڏيو آهي. برطانوي گورنر رابرٽ ڪلائيو جنوري 1757ع ۾ قلعي تي ٻيهر قبضو ڪري ورتو ۽ بنگال جي هندو اڳواڻن کي پاڻ سان گڏايو. جيڪي نواب سراج الدوله کان ڪان ناراض هئا. نواب جي جرنيلن مان هڪ مير جعفر کي غداريءَ تي راضي ڪرڻ ڪانپوءِ ان جون ۾ ڪرشن نگر (اولهه بنگال) جي ڀرسان پلاسي ڳوٺ ۾ بنگالي فوج کي شڪست ڏني. ان کان پوءِ خطي تي برطانوي حڪومت مضبوط ٿي وئي.

**پَلال**: پلال (سماٽ) سيالن جو هڪ مکيه پاڙو. جيڪي پاڻ کي ذات جا "پلال" سڏائين ٿا. اصل ۾ اهي سيال يا "پلال"، جت ذات (قبيلي) جي ڪل مان آهن. سندن زبان سرائڪي ۽ جتڪي آهي. چانڊين ۾ پڻ پلال پاڙو آهي. ڪتاب "پنجاب کي ذاتين" ۾ لکيل آهي ته برلاس مغل امير خان کي ٻه پٽ هند خان ۽ پال خان هئا. هند خان جو اولاد هوندوال ۽ پال خان جو اولاد "پال" ۽ "پلال" سڏجن ٿا.

**پَلالُ** (Rice Straw): سارين جو لوب سلي يا ٻوٽي جي پاڙن کان ٿيندو آهي. انهيءَ لوب کي "وَل" چوندا آهن، جيڪا ڪري ۾ رکبي آهي. ول ڳاهڻ کان اول، گولائيءَ ۾ پکيڙي ان جي وچ ۾ مُني کوڙيندا آهن. انهيءَ مُنيءَ کي "نيهه" يا "ميڙهه" چوندا. پوءِ نيهه ۾ ڏڳا جوٽيندا آهن. جيڪي نيهه جي چوڌاري ڦرندا آهن، انهن جي لتڙ سان سنگن مان داڻا ڇَڻي پِڙ ۾ پکڙجي ويندا. چڱيءَ طرح ڳاهڻ کان پوءِ ڏڳا ڇوڙي، ان گڏ ڪندا آهن، ۽ تيلا ڌار ڍڳ ڪندا آهن. جيڪي تيلا گڏ ٿيندا آهن تن کي "پلال" چئبو جيڪو لتاڙجي نرم ٿيل هوندو آهي.

اهو پلال، مال جي چاري، پٽ تي وڇائڻ، ڇت مٿان پکيڙڻ، ڇَني ۽ مَنهن ۾ وڇائڻ وغيره ۾ ڪم ايندو آهي. "نيهه" جي ڀرسان ڦرندڙ ڏڳي کي "نيهي" يا "ميڙهي" چئجي ٿو. اهو ڏڳو تڪليف سان ڦرندو آهي. اُن ڏڳي جي مثال سان هڪ چوڻي آهي ته مڙس ته "نيهي" آهي، يا "مڙس ته ميڙهي" آهي.

'پلال' جا 'پيڙها' به ٺاهيا ويندا آهن. جيڪي ويهڻ وقت صندليءَ جو ڪم ڏيندا آهن. خاص ڪري سياري ۾ مچ يا چلهه ڀرسان هٿ سيڪڻ لاءِ 'پيڙهي' تي ويهبو آهي. جڏهن ته پلال جا نوڙ ٻڌڻ ۽ ڳنڍڙين ٻڌڻ لاءِ به ڪم اچن ٿا.

**پَلاڻُ**: پلاڻ پاکڙي وانگر هوندو آهي، جنهن کي اٺ جي پٺيءَ تي رکي ان ۾ بار ڍوئبو آهي. هي مضبوط ڪاٺين جو ٺهيل هوندو آهي، ان جي اندر ڏڀ پريل هوندا آهن ته جيئن اٺ جي جسم کي زخم وغيره نه اچن. ٿر جا ماڻهو گهڻو بار ڍوئڻ لاءِ پلاڻ ڪم آڻيندا آهن.

**پلاٽو**: تعلقي ڀريا جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سونهاري، خاوند ڏنو موريو، شينا، ساٽي چانڊيو، ڪنب ماڇي، عبدالمجيد ابڙو، خيرو اڄڻ، عبدالله ماڇي، فيروز ڏونئر، شرن جو ڳوٺ ۽ اسماعيل عالماڻي.

**پُلاءُ/ پُلاه**: گوشت ۾ رڌل چانورن جو طعام. پُلاهه/پلاءَ جا گهڻا قسم آهن: دم پخت، برياني، بيدن جو پُلاءُ، پلي ۽ مڇيءَ جو پلاءُ، قورمو پلاءُ، مُتنجن، ساڳ جو پلاءُ، ٿلا پُلاءُ يا شُولا پلاءُ وغيره. ان کي وڏن ماڻهن جو کاڌو سمجهيو ويندو آهي. شاهه لطيف به سُر مارئيءَ ۾ پلاءُ لفظ ڪم آندو آهي:

'پلاءُ اوءِ نه پاڙين، عمرا! آراڙيءَ سين'

**پُلاءُ جيري** (Black Cumin Seed): هڪ قسم جو خوشبودار ٻج آهي، جيڪو سُرهي ۽ گرم مصالحن طور ڪم ايندو آهي. خاص ڪري پُلاءَ ۾ هي مصالحو وجهندا آهن، جيڪو "پلاءُ جيريءَ" جي نالي سان مشهور ٿيو. هن جي شڪل اڇي جيري جهڙي ٿيندي آهي، پر ماپ ۾ ننڍي هئڻ ڪري 'جيري' سڏيو ويو آهي. هن جو هڪ قسم



ڪاري جيري پڻ آهي، جيڪا خوشبوءَ ۽ سواد ۾ ٿوري وڌيڪ تيز ٿئي ٿي. هن کي "سُرهه جيري" جي نالي سان به سڏيو وڃي ٿو.

هي ڪارو ۽ تمام سنهڙو، ڏگهيڙو خوشبودار ٻج آهي. حڪيمن موجب پلاءُ جيري طبي لحاظ سان آنڊن، جگر ۽ معدي لاءِ مقوي آهي. طعام کي هضم ڪري، بک لڳائي ٿي، وائي بادي تحليل ڪري ٿي، پيٽ جي سور، هڏڪي، ٻرهل جي سوڄ ۽ يرقان جي بيمارين ۾ فائدو ڏيندڙ آهي. دستن کي بند ڪري ٿي. پيشاب جاري ڪري ٿي.

**پَلتَر هَرُ** (Breast Plough): ڏگهي هرنهن سان کوڏر يا پاهوڙي جي ڦر جيان هڪ جهونو پر سادو هر، جنهن جي هروٽي مٿان (ڇانيءَ جو) زور لڳايو ويندو آهي. هيءُ ساوڪ کي زمين جي سطح ۾ رکڻ لاءِ ڪتب آندو ويندو آهي.

**پَلٽو**: تلوار کي هنرمنديءَ سان ڦيرائڻ ۽ وار ڪرڻ جي راند. تلوار بازيءَ جو هڪ داءُ، جنهن ۾ ڪلابازي ڪري ۽ گُهمرڪو ڏئي، اُڇل سان وار ڪجي. پلٽي بازيءَ ۾ چيلهه ۾ سندرو ٻڌڻ، جيئن پهراڻ جا پاسا سندري ۾ قابو ٿي وڃن، ۽ ان ۾ وڏي گهيري واري سلوار ضروري هوندي آهي، ڇاڪاڻ ته

پلٽي ۾ اهڙيءَ طرح ڦيري پائبي آهي، جو سلوار ۾ هوا ڀرجي ويندي آهي ۽ جسم هلڪو ٿي ويندو آهي. انهيءَ ڦيري واريءَ حالت ۾ زمين کان مٿي ڪجي تلوار جو وار ڪندڙ مقابل جي سسي پڻ لاهي سگهي ٿو. پراڻي دور ۾ تلوار بازيءَ جي اهڙن گُرن جي سکيا ورتي ويندي هئي.

پلٽي بازي جنگ جو هڪ هنر آهي. جو هاٿيءَ جي عمل مان حاصل ڪيو ويو آهي. جهڙيءَ ريت هاٿي پنهنجي سونڊ کي هر طرف سولائيءَ سان ڦيرائي سگهي ٿو، تهڙيءَ ريت جنگ ۾ ٻن پهلوانن جي وچ ۾ پلٽي بازي ڪيڏي ويندي آهي. هن راند ۾ ٻه مخالف پهلوان هڪ ٻئي جي آمهون سامهون تلوارون ۽ ڍالون کڻي هڪ ٻئي تي وار ڪندا آهن. اهي پهلوان هڪ ٻئي جي چوڌاري ڦرندا رهندا آهن ۽ وار ڪرڻ جي تلاش ۾ هوندا آهن. جڏهن به ڪنهن پهلوان کي وارو ملندو آهي، تڏهن اهو مخالف پهلوان تي وار ڪري چڙهندو آهي. پلٽي بازيءَ ۾ هڪ ”ڪڙيي“ واري راند به ٿيندي آهي، جنهن ۾ ٻئي پهلوان هڪ تنگ تي بيهي وڙهندا آهن.

**پلٽو:** ڳائڻ ۾ سُرن جي ادائگيءَ واري ڍيگهه. هيءُ سنگيت جو اصطلاح آهي، جنهن موجب جيڪو آواز هڪ سُر کان ٻئي سُر تائين وڃڻ ۾ گلي مان نڪري، ان کي پلٽو چئبو آهي. اهڙيءَ طرح ڪرج کان نڪاد تائين جيڪي به آواز گلي مان نڪرندا، تن کي ڪرج جي آروهي جو پلٽو چئبو ۽ جيڪي آواز وري نڪاد کان ڪرج تائين گلي مان نڪرندا، تن کي ڪرج جو امروهي پلٽو چئبو آهي.

**پَل پَل جو پَرلاءُ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب نامور شاعر هري دلگير جي شاعريءَ جو مجموعو آهي، جنهن ۾ وايون، نظم، ٽيڙو، گيت، قطعا، رباعيون، بيت، غزل ۽ نظماڻو نثر شامل آهي. ”پنهنجي پاران“ ۾ هري دلگير زندگيءَ متعلق لکي ٿو ته: ”مان زندگيءَ کي سندس سندر سروپ ۾ پسڻ جو مشتاق آهيان.“ هيءُ ڪتاب سال 1979ع ۾ ساهتيه اڪادميءَ جو انعام حاصل ڪيل ڪتاب آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو آڪٽوبر 1977ع، ٻيو ڇاپو جنوري 1978ع ۽ ٽيون ڇاپو جولاءِ 1980ع ۾ سنڌي ٽائيمس پبليڪيشن الهاس نگر پاران سُريش پارياڻي شايع ڪرايو. ڪچي جلد ۾، ڊِسٽ ڪَوَر سان ڊيمي سائيز واري 100 صفحن جي هن ڪتاب جي قيمت ويهه روپيا آهي.

**پَلَرُ:** تازي وٺل مينهن جو پاڻي، جيڪو ترائين ۽ ٽوٻن ۾ گڏ ٿئي ٿو. ٿر ۾ کوهن جي ٻاڙي پاڻيءَ کان پَلر جي مٺي پاڻيءَ کي وڌيڪ پسند ڪيو ويندو آهي، تنهنڪري جيستائين پلر جو پاڻي سواد ۽ رنگ نه مٽائيندو، تيستائين ٿري ماڻهو اهو پاڻي استعمال ڪندا آهن. شاهه لطيف به شاعريءَ ۾ پلر جو استعمال ڪيو آهي:

پلُر جي پالوٽ سين، ٻنّ جهليا پاهه.


پلڙا

**پَلڙا** (Acacia Pods): ٻٻر جي وڻ جون ڦريون. انهن ڦرين ۾ اندر ”ٻبر“ جو ٻج ڇيچڪن جي صورت ۾ هوندو آهي. سُڪل توڙي آلا پلڙا چوپايو مال، ٻڪريون، رڍون، ڳئون، مينهون ۽ اُٺ چاهه سان کائيندا آهن. پلڙن جو ٻج (ڇيچڪا) عورتون ڪارا وار ڪرڻ لاءِ مٿي ۾ ٻه وجهنديون آهن. پلڙن ۾ خاص قسم جي رس ٿيندي آهي، جيڪو جانورن جي کُلَن صاف ڪرڻ ۽ رڱڻ ۾ ڪم ايندو آهي. شيخ اياز جي شاعريءَ ۾ به پلڙن جو ذڪر آهي:

ڪنڊيءَ نه سگري، ٻٻر نه پلڙو،
سائو نه سلڙو، چانگو نه ڇيلڙا،
مارو اڪيلڙا!

**پلصراط:** اسلامي عقيدي موجب آخرت جي ڏينهن حساب ڪتاب ٿيڻ جي ذمري ۾ ايندڙ هيءُ به هڪ آزمائشي مرحلو هوندو، جنهن کي پل صراط چئجي ٿو. پلصراط جهنم جي مٿان قيامت واري ڏينهن ڻاهي ويندي ۽ جيستائين ان تان نه گذربو، تيستائين ڪو به ماڻهو بهشت ۾ داخل نه ٿيندو. مستند ۽ معتبر حديثن ۾ لکيل آهي ته: ”پلصراط وار کان گهڻي سنهي ۽ تلوار کان گهڻي تيز ۽ باهه کان گهڻي گرم هوندي ۽ خالص مومن ان تان آسانيءَ سان گذري ويندا. ڪن کي ٿوري دشواري ٿيندي، پر اهي به نجات وارن مان ٿيندا ۽ گهڻائي ان تي هلڻ کان هلاڪ ٿي وڃي جهنم ۾ ڪرندا. پلصراط آخرت ۾ دنيا جي صراطِ مستقيم جو نمونو هوندي.“ علامه مجلسيؒ لکي ٿو ته: ”پلصراط تان اهي ئي آسانيءَ سان لنگهي ويندا جيڪي دينِ حق ۽ محمد وآل محمد عليهم السلام جن جي ٻڌايل رستي تي قائم هوندا.“ ”اعتقادات“ ۾ ابن بابويه لکي ٿو ته: ”پلصراط بلڪل حق جي طرفان لازمي آهي ۽ اها جهنم جي مٿان هوندي، جنهن تان سڄي مخلوق کي لنگهڻو پوندو.“ هر مسلمان پلصراط کي پنهنجي لاءِ ڏکيو ۽ آسان هن جهان ۾ ئي بنائي ٿو. جنهن شخص هن دنيا ۾ صرف چڱا ڪم ڪيا هوندا ته اهو پلصراط تان آسانيءَ سان گذري وڃي بهشت ۾ پهچندو، پر جي صرف برا ڪم ڪيا هوندائين ته اهو پلصراط تان هيٺ ڪري وڃي دوزخ ۾ پوندو. شيخ مفيدؒ لکي ٿو ته: ”صراط جي معنيٰ رستو آهي ۽ حضرت محمد صلي الله عليه وسلم ۽ حضرت علي عليه السلام جي ولايت جا اقراري انهيءَ رستي تان آرام سان لنگهي وڃي جنت ۾ عيش ڪندا.“ علي بن ابراهيم ۽ ابن بابويه کان روايت آهي ته: ”قيامت جي ڏينهن خدا جي نيڪ بندن ۽ فرشتن جو هيءُ فرياد هوندو (رب نفسي نفسي: پالڻهار منهنجي نفس ۽ جان کي نجات ڏي) ۽ پاڻ سڳورن صلعم جي آل سميت ”اُمتي اُمتي“ (پنهنجي اُمت جي نجات لاءِ دعا پيا گهرندا) جي صدا بلند هوندي. اسلامي عقيدي مطابق ڪافر ۽ مشرڪ ته پلصراط تي اچڻ سان ئي جهنم ۾ ڪرندا ويندا ۽ پلصراط تي سڀ کان ڏکي منزل تن جي ٿيندي، جن ايمان آڻي برائيءَ جو رستو اختيار ڪيو هوندو ۽ سڀ کان آسان منزل انهن جي ٿيندي، جن ايمان آڻڻ کان پوءِ دين اسلام ۽ رسول صلعم ۽ سندس آل جو رستو اختيار ڪيو.“

حضرت امام جعفر صادق عليه السلام کان ”معاني الاخبار“ ۾ روايت آهي ته: ”پاڻ فرمايائون ته پلصراط خدا جي معرفت جو رستو آهي. قيامت جي ڏينهن ٻه صراط (رستا) هوندا: هڪ صراط دنيا ۽ ٻيو صراط آخرت. صراط دنيا جو اهو سونهون ڏگ آهي، جنهن تي هلڻ فرض ۽ واجب آهي، جنهن شخص ان کي دنيا ۾ سڃاڻي ان جي پيروي ڪئي، سو صراط آخرت يعني پل صراط تان لنگهي وڃي جنت ۾ داخل ٿيندو ۽ جنهن دنيا ۾ ان کي نه سڃاتو، تنهن جا صراط آخرت يعني پلصراط تي قدم ڏڪندا ۽ اهو وڃي جهنم ۾

ڪرندو." حديث مان اهو واضح آهي ته پلصراط تان سڀ کان پهرين حضور صلعم آل سميت نور جي شڪل ۾ لنگهي پار ٿيندا. شيخ مفيد عليه الرحمه لکي ٿو ته: "پاڻ سڳورن فرمايو ته جنهن ڏينهن قيامت ايندي انهي ڏينهن پلصراط کي جهنم تي نصب ڪيو ويندو. پلصراط تان گذرڻ وارو آزمائشي مرحلو پڻ دين جو هڪ رڪن آهي. ان تي به هر مسلمان کي ايمان آڻڻو آهي.

**پلصراط²** (ڪتاب): هيءَ جيل جي ڊائري مشهور قومپرست اڳواڻ ڊاڪٽر دودي مهيريءَ جي لکيل آهي. جڏهن کيس 1992ع ۾ گرفتار ڪري فوجي حراست ۾ رکي پڇا ڳاڇا ڪئي وئي هئي، هي انهي زماني جي جيل جون يادگيريون آهن. جيڪي پيرائتي نموني سهڻي انداز ۾ بيان ڪيل آهن. ڪتاب جو مهاڳ سردار شاهه لکيو آهي، جنهن ڊاڪٽر دودي مهيريءَ جي ڪردار ۽ سنڌ جي ان وقت جي سياسي ۽ سماجي حالتن کي سهڻي نموني چٽيو آهي. هي ڪتاب نيو فيلڊس پبليڪيشن، حيدرآباد پاران ڇپايو ويو آهي، جنهن ۾ ڪل 104 صفحا آهن. ڇئن رنگن واري ٽائيٽل سان هن ڪتاب جي قيمت 80 روپيا آهي.




**پلصراط تي هڪ وڪ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب محمد انور بلوچ جي ڪهاڻين جو مجموعو آهي، جيڪو سچائي پبلشنگ ايجنسي، دڙي طرفان 1994ع ۾ ڇپايو ويو. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 200 صفحا آهن ۽ قيمت 65 رپيا ڄاڻايل آهي.

**پل ناما** (ڪتاب): هن ڪتاب جو مصنف خانبهادر خداداد خان بکري آهي. هن ڪتاب ۾ لئنسڊائون پل سکر جي افتتاح جو احوال لکيل آهي. ڪتاب ننڍي سائيز ۾ 64 صفحن تي مشتمل آهي ۽ 1307ھ/ 1889ع ۾ ڪراچيءَ مان شايع ٿيو. انهيءَ مختصر ڪتاب ۾ مصنف ڪوئيٽا جي سفر جو احوال به ڏنو آهي.

**پلنگو**: ضلعي سانگهڙ جي تعلقي کپري ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

مير غلام علي خان، حاجي ابراهيم مري، قادربخش مري، هاشم آباد نُهڙي، ڪالوخان مري، هيرو خان مري، چوڌري رياض.

**پَلَڻُ**: بار ڪٽڻ لاءِ اُٺ تي پلڻ وجهبو آهي، پلڻ اڪثر ڪري ڪاري ڏاس جي ٻوريءَ جي ٻن ڪٽن مان ٺاهبو آهي، جنهن ۾ ڪانهن پريا ويندا آهن. ٻئي ڪٽا اڳيان ملائي ڪاٺ جي ڪَتب مٿان رکبا آهن. پلڻ جي پوئين پاسي چار ڏاڪيون ڪاٺ جون، هڪ پاسي پلڻ جي ٽڙهيءَ ۾ وڌيل هونديون آهن ۽ چار ٻي ٽڙهيءَ ۾، اهو سڄو پلڻ جو ماڻڊاڻ آهي.

**پَلو**: پلو سنڌ جي مشهور مڇي آهي. هيءَ اصل سمنڊ جي مڇي آهي. جيڪا سمنڊ ۾ درياهه جي ڇوڙ ڪرڻ وقت اتان آنڊ ۽ ٻچن ڏيڻ لاءِ درياهه ۾ اچي ٿي، ان کي پلو چوندا آهيون. مڇي جيڪا کاري پاڻي يعني سمنڊ کان هجرت ڪري مٺي درياهه ۾ اچي ٿي، ان هجرت کي اينادرامس (Anadromous) هجرت چيو ويندو آهي. اهڙيءَ طرح وري ڪا به مڇي مٺي پاڻيءَ کان کاري پاڻيءَ ۾ ويندي آهي ته سندس ان هجرت کي ڪئٽادرامس (Catadromous) هجرت چيو ويندو آهي. پلو اينادرامس هجرت ڪرڻ واري مڇي آهي. سنڌ جو پلو خاص ڪري عربي سمنڊ ۾ رهندو آهي. پلو سنڌ کان سواءِ ڀارت، بنگلاديش، برما، ايران، عراق ۽ سريلنڪا جي درياهن ۾ پڻ ملندو آهي. پلي جو جديد سائنسي نالو 'تانولوسا اليشيا' (Tanaulosa ilisha) آهي. جڏهن ته اڳ ۾ اهو 'هلسا اليشيا' (Hilsa ilisha) سڏبو هو. سنڌ جي پلي جو سواد ٻين هنڌن تي ملندڙ ساڳئي قسم کان ڪي قدر مختلف هوندو آهي.

پلو سنڌو درياهه ۾ مئي مهيني کان سيپٽمبر تائين ايندو آهي. جڏهن درياهه ۾ گهٽ تيزوهڪرو ۽ چاڙهه هوندو آهي، تڏهن پلو درياهه ۾ آنا لاهڻ لاءِ ايندو آهي. آنيءَ وارو پلو مادي هوندو آهي ۽ هڪ اندازي مطابق اڍائي ڪلو وزن جي ماديءَ جي آنيءَ ۾ چاليهه کان پنجاهه لک آنا هوندا آهن. جنهن کي اسان کيرو پلو چوندا آهيون، اهو اصل ۾ نر هوندو آهي. مادي آنا لاهيندي ويندي آهي، پويان نر پنهنجا 'تخمي جِيوَ' (Sperm) ڇڏيندو ويندو آهي، ان کان پوءِ آنن جي واڌ وارو عمل پلي جي جسم کان ٻاهر پاڻيءَ ۾ مڪمل ٿيندو آهي. اٽڪل 18 کان 26 ڪلاڪن کان پوءِ آنن مان ٻچا ڦٽڻ لڳندا آهن. جيڪي درياهه جي تيزوهڪري سبب وهي وڃي سمنڊ ۾ پوندا آهن



۽ وري جڏهن بالغ ٿيندا آهن، تڏهن وري سمنڊ کان مٺي پاڻيءَ ۾ ايندا آهن. پلو جڏهن درياهه ۾ آني ڏيڻ لاءِ ايندو آهي، ان وقت اُهو پنهنجي جسم ۾ چربي يا سانديل خوراڪ جمع ڪري ايندو آهي ۽ پوءِ درياهه ۾ جيترو عرصو رهندو آهي، ڪجهه نه کائيندو آهي. آنا لاهڻ کان پوءِ واپس سمنڊ ۾ وڃي ٻيهر ڪاڌ خوراڪ کائيندو آهي. عام ماڻهو چوندا آهن ته پلو واري کائيندو آهي، پر ائين نه آهي. اهو پاڻيءَ جا ننڍڙا جاندار 'پلئنڪٽان' (Plankton) کائيندو آهي، تنهنڪري پلي کي Planktivorous مڇي به چيو ويندو آهي.

پلو درياهه ۾ آنا ان ڪري لاهڻ ايندو آهي، جو پاڻي لڙائيل هئڻ جي ڪري ٿڌو هوندو آهي ۽ ٿڌي پاڻيءَ ۾ آڪسيجن، گرم پاڻيءَ کان گهڻي هوندي آهي. پلي جا آنا پليئجڪ (Pleagic) قسم جا هوندا آهن ۽ انهن ۾ تيل (Oil globule) جو مقدار گهڻو هجڻ ڪري اهي پاڻيءَ جي سطح تي ترندا آهن. ان ڪري قدرت پلي کي اها خاصيت ڏني آهي ته اهو آنن لاهڻ لاءِ مٺي پاڻيءَ ڏانهن هجرت ڪري، پنهنجو نسل اڳتي وڌائي سگهي، ڇوجو سمنڊ جو پاڻي شفاف ۽ صاف هوندو آهي ۽ ان ۾ سج جي روشني گهڻي گهرائيءَ تائين ويندي آهي. اهو پاڻي مٿي سطح تي گرم هوندو آهي ۽ اهو گرم پاڻي پلي جي آنن کي، جيڪي تمام نازڪ ٿين ٿا، نقصان پهچائيندو آهي. وري گرم هئڻ ڪري ان پاڻيءَ ۾ آڪسيجن به گهٽ هوندي آهي. ان ڪري پلو آنا لاهڻ ۽ پنهنجي نسل کي اڳتي وڌائڻ لاءِ درياهه ڏانهن ايندو آهي.

پاڪستان ۾ پلو ملتان تائين به رڪارڊ ٿيل آهي. بئراجن کان اڳ پلو ٿوري وقت ۾ سمنڊ مان سکر تائين پهچندو هو. ٻين جاندارن وانگر مڇيءَ جي هر جنس ۾ نر ماد ٿين ٿا، پر سواءِ ڪن ٿورين جنسن جي ٻين مڇين جا نر- ماد ڏسڻ سان سڃاڻي نٿا سگهجن. پلي جي ماديءَ جي سڃاڻپ عام طور معلوم آهي، جو ڪيرو پلو جنهن جي پيٽ ۾ آني ڪانهي، سو نر آهي ۽ آنيارو (آنيءَ وارو پلو) مادي هوندو آهي، پر اها سڃاڻپ آنيءَ جي هئڻ يا نه هئڻ جي لحاظ سان آهي. هيءَ مقرر موسم تي درياهه ۾ چڙهي ايندو آهي. سنڌو درياهه ۾ جنوريءَ کان وٺي آگسٽ تائين رهندو آهي.

1932ع ۾ سکر بئراج ٺهڻ کان پوءِ 1954ع ۾ ڪوٽڙي بئراج ٺهيو ته پلو صرف ۽ صرف ڄامر شوري تائين محدود ٿي ويو. انهن پُلين ۽ بئراجن جي ٺهڻ ڪري پلي جو اڳتي وڃڻ بند ٿي ويو. چو ته پلي جي فطرت آهي ته اهو پاڻيءَ جي وهڪري جي ابتڙ سفر ڪندو آهي ۽ گوڙ يا ڪا به رنڊڪ وغيره ڏسي واپس هليو ويندو آهي.

پلو مڇيءَ جو هڪ نازڪ قسم آهي. پاڻيءَ کان ٻاهر نڪرڻ ڪانپوءِ جلدي مري ويندو آهي. پلي جو جسم ٻين مڇين جيان وچ ۾ ٿلهو ۽ منڍيءَ ۽ پڇ وٽ سنهو ٿيندو آهي. پلي جو منهن گول ۽ ننڍو هوندو آهي. ٻين مڇين وانگر پلي ۾ ڏند نه هوندا آهن. پلو ٻن سالن جي عمر ۾ آنا ڏئي ٿو. آنا گول هوندا اٿس. پلو عام طور 8 کان 20 فٽ گهري پاڻيءَ ۾ ترندو آهي. پلي جي ڊيگهه 60 يا ستر سينٽي ميٽر تائين ٿئي ٿي. سنڌ ۾ پلو ۽ مڇي ٻه جدا جدا جنسون ڪري ليکجن ٿيون. نسل جي لحاظ کان پلو به مڇي آهي، پر پلو ٻين مڇين کان وڌيڪ ذائقي وارو آهي، انهيءَ ڪري پلي کي ٻين مڇين کان جدا سمجهيو وڃي ٿو.

پلا، ڊونڊين، ٻتيلن، هوڙن، ٽُنبن ۽ ماتين جي مدد سان ماريا ويندا آهن. پلن مارڻ واري رڇ کي سَنڌ يا سُنبهي چوندا آهن. مهاڻي کي "مارت" چوندا آهن. سُنا مارت روز ڏيڍ سؤ پلا ماريندا آهن. هاريءَ ۾ ٻه پلا هڪ ڪيرو ٻيو آنيارو ٿيندا آهن. هاريءَ ۾ آنيارو پلو ڪُتل هوندو ته پوءِ ٽي ڪيرا پلا هاريءَ ۾ ڳڻيندا. پلو واريءَ ۾ پڇندو آهي، تئيءَ تي تربو آهي، ٽانڊن تي پڇندو آهي، نِڪرجي ڪُنن ۾ سيئبو آهي. پلي جو ٻوڙ به رَڌبو آهي. جڏهن ته پلي جو پلاهه به رڌبو آهي. موجوده دور ۾ درياهه ۾ پاڻي اچڻ وقت پلو ڄامشوري، ڪوٽڙي ۽ حيدرآباد ۾ ماري وڪرو ڪيو وڃي ٿو. پلو شوق سان کائڻ سبب مهانگو به آهي. پر پلو سوکڙيءَ طور ڏيڻ جي روايت به موجود آهي. هاڻي ته سنڌو درياهه ۾ پاڻي گهٽ آهي. ان ڪري اڪثر گوادري ۽ ايران جا پلا سنڌ ۾ وڪڻڻ لاءِ اچن ٿا.

**پلوٽا**: تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو



**پلوٽو** (ديوتا): يوناني ديومالا جو هڪ ديوتا، جنهن جي بادشاهي "عالمِ اسفل" (زمين ۽ پاتال) تي هئي. اونس ۽ ريحا جو پٽ ۽ پوسيدن ۽ زيئس جو ڀاءُ هو. عالمِ سماوي (آسمان ۽ آسمان کان مٿي) جي بادشاهيءَ جي لاءِ پنهنجي ڀائرن سان وڙهيو پر ڪامياب نه ٿيو ۽ عالم اسفل جي بادشاهيءَ تي راضي ٿيو جتي پنهنجي ملڪه پرسيفون سان گڏ حڪمراني ڪندو رهيو. طبيعت ۾ نهايت سخت پر عدل پسند ديوتا هو. ڳجهن خزانن جو مالڪ هو. هن جي سخت طبيعت ۾ فقط موسيقي ئي تبديلي آڻيندي هئي.

**پلوٽو**[2] (Pluto): هن وقت تائين نظامِ شمسيءَ جي جن گرهن جي ڄاڻ پئي آهي، تن ۾ "پلوٽو" سيني کان ڏورانهون گرهه آهي. ڪيڏي به طاقتور دوربين استعمال ڪجي ته به پلوٽو ننڍڙي پيلي رنگ جي داغ کان وڌيڪ ڪجهه به نظر نه ايندو آهي.



پلوٽو جي دريافت هن دور جي علم فلڪيات جي ماهرن جي هڪ وڏي ڪاميابي آهي. سن 1905ع ۾ "پريسول لاول" (Precival Lowel) نالي علم فلڪيات جي هڪ آمريڪي ماهر کي اها خبر پئجي ويئي هئي ته هن وقت تائين دريافت ٿيل گرهن کانسواءِ هڪ ٻيو گرهه به نظام شمسيءَ ۾ موجود آهي. سندس اهو عقيدو هن بنياد تي ٻڌل هو ته: "يورئنيس" ۽ "نيپچون" جي چرپر ۾ جيڪي بي قاعدگيون آهن، سي هن دريافت نه ٿيل گرهه جي موجودگيءَ ڪري آهن. پر بدقسمتيءَ سان "لاول" نئين گرهه کي ڳولي لهڻ کان اڳ ئي مري ويو.

لاول جي ڪوڃنا جو ڪم جاري رکندي، ڪلائيڊ ٽامبو (Clyde Tombaugh) نالي هڪ فلڪيات جي ٻئي ماهر 1930ع ۾ رات جي وقت آسمان جي ڪن حصن جا فوٽا ورتا. جدا جدا راتين دوران ورتل فوٽن کي ڀيٽيندي هن ڏٺو ته فوٽن تي هڪ اهڙو به نُقطو هو جيڪو پنهنجي پوزيشن بدلائي رهيو هو. روشنيءَ جو اهو نقطو لاول وارو ٻڌايل گرهه هو، جنهن کي سائنسدان "پلوٽو" چون ٿا. هيءَ گرهه بلڪل انهيءَ هنڌ تي ظاهر ٿيندو آهي، جتي لاول ٻڌايو هو. ڪي سائنسدان چون ٿا ته پلوٽو هڪ چنڊ به ٿي سگهي ٿو، جيڪو شايد قديم زماني ۾ نيپچون مان ٽٽي ڌار ٿي ويو هجي. 1930ع کان پوءِ جڏهن آگسٽ 2006ع ۾ فلڪيات جي بين الاقوامي يونين وڌيڪ تحقيق ڪئي ته پلوٽو کي ننڍو سيارو يا گرهه قرار ڏنو ويو. سج جي چوڌاري پلوٽو پنهنجو هڪ چڪر 248 زميني سالن ۾ مڪمل ڪري ٿو. هن جي سطح جو گرمي پد 218 ڊگري سينٽي گريڊ آهي.

**پلولا** (Palula) (ٻولي): هيءَ داردي ٻولين جي شنا وارين ٻولين منجهان پلولا واديءَ ۾ ڳالهائجندڙ ٻولي آهي. پلورا، ڦلورا (Phalura)، ڏنگرڪ (Dangarik)، ٻيوري (Biyori) ۽ ڦلولو هن ٻوليءَ جا ٻيا نالا آهن. هن ٻوليءَ جا ٻه لهجا 'اشريتي، اترين پلولا' ڏنا ويا آهن. اشريتي لهجو اترين پلولا لهجي سان 92 سيڪڙو هڪجهڙائي رکي ٿو. افغانستان جي ساوي (Savi) ٻوليءَ سان 58 سيڪڙو هڪجهڙائي اٿس ۽ پڻ شناولي سان 38 سيڪڙي کان 42 سيڪڙو هڪجهڙائي محسوس ڪئي وئي آهي. سال 1992ع جي

آدمشماري موجب هن جا 8600 ڳالهائڻ وارا موجود هئا. هيٺين چترال جي ستن ڳوٺن ۾ دير ڪوهستان، پيروخل (Purigal)، گهوس (Ghos) بيوري ماٿري ڪال ڪاتڪ ۽ اشريت ۾ ڳالهائي ويجي ٿي. هيءَ ٻولي هند- يورپي، هند- ايراني، هند- آريائي ۽ اتر الهندي داردي ٻولين جي شنا وارين ٻولين جي خاندان مان آهي ۽ عربي رسم الخط ۾ لکي ويجي ٿي.

**پَلوهہ نٽ**: 'نٽ' (ڳهہ) جو هڪ قسم آهي، جيڪو بلوچ توڙي سنڌي عورت جو هڪ شانائتو زيور آهي. هيءَ نٽ سون جي ٺئي ۽ اٽڪل ڏيڍ انچ قطر گولائيءَ ۾ ٺهيل هوندي آهي، جنهن ۾ موتي بہ پوندا آهن ۽ قيمتي پٿر بہ جڙيل ٿين. هيءَ نٽ ڏاوٽيءَ سان پائبي آهي.

**پَلهہ[1]**: هڪ ذات جو نالو، جن جي اڪثريت ضلعي بدين ۾ رهندڙ آهي. جڏهن تہ نوشهري فيروز ۽ دادوءَ ۾ بہ پلهہ ذات جا ماڻهو رهن ٿا. هيءَ ذات سنڌ جي قديم سمن جي هڪ قبيلي "انڙ" جي شاخ آهي.

**پَلهہ[2]**: ڪوٽڙي بدين ريلوي لائين تي هڪ ريلوي اسٽيشن ۽ ڳوٺ آباد آهي.

**پَلهہ[3]**: تعلقي دادوءَ ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

شريف آباد، حاجي خان موهرائي، محمد علي آرائين، ڦمن ڳوٺ، رڪن، پلهہ، جيون، پنهون، باغ جو ڳوٺ، ڪلري، حضور خان چانديو، ڪرم چانديو، چوهاڻ ۽ حاجي خدا بخش موهراڻي، مٿي ڄاڻايل پلهہ ڳوٺ ۾ 600 ماڻهو رهندڙ آهن. هتي پرائمري اسڪول ۽ بجلي جي سهولت موجود آهي.

**پَلهہ[4]**: ضلعي ۽ تعلقي خيرپور ۾ بہ پلهہ نالي سان هڪ ديهہ آهي جنهن ۾ پلهہ، موچي ۽ سدا علي نالي ڳوٺ شامل آهن.

**پَلهہ[5]**: هن نالي سان ضلعي سکر، تعلقي روهڙيءَ ديهہ "هيمڻ لوءِ" ۾ هڪ ڳوٺ موجود آهي.

**پَلهہ[6]**: ضلعي بدين ۾ انهيءَ نالي سان هڪ ديهہ موجود آهي.

**پَلهاٽو**: بيت يا ڳيچ جو هڪ قسم، جيڪو ڪنهن ڪم يا خاص وقت تي ڳائجي ٿو جيئن هاري ڳاهہ ڳاهيندي جهونگاريندا آهن تہ "هلو هلي، هلي ملهي" وغيره. تيئن هيءُ ڳيچ ٻارڙن کي لوليءَ سان گڏ ڪڏائيندي ڳائيندي، مائرون پُلهاٽا ڏينديون آهن.

**پلهي**: تعلقي ٽنڊي الهيار جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن. صالح خان مگسي، ڏنو خاصخيلي ۽ نصير مري.

**پلهي[2]**: تعلقي ڄام نواز علي ضلعي سانگهڙ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

صالح خان مگسي، ڏنو خاصخيلي ۽ ناصر مري.

**پَلَئُہ**: پلاند، جهولي، دامن، ڪپڙي جو ڇيڙو. 'پلئہ' شاديءَ جي هڪ رسم آهي، جنهن ۾ گهوٽ جي ريٽي ۽ ڪنوار جي پوتيءَ جو پلاند هڪٻئي سان ٻڌا ويندا آهن. 'پلئہ ڏيڻ' شاديءَ جو بہ اصطلاح آهي، جنهن موجب ماءُ يا پيڻ گهوٽ کي رئي يا پوتيءَ جو پلئہ ڏيندي آهي.

'پلئہ وجهڻ' اصطلاح جي معنيٰ منٿ ڪرڻ، ننگ، ۽ واسطا وجهي آزي نيزاري ڪرڻ آهي.

پلئہ لاهڻ، ڪورين جي اصطلاح ۾ سڄي تاڃي/ٽي تاڪيا اُٽي لاهڻ کي چئبو آهي. 'پلئہ'، ڪڄيءَ جو اصطلاح بہ آهي، جنهن جو مطلب ڏوڪا لاهي، ڪپڙي ۾ صاف ڪرڻ آهي.

'پلئہ لڳڻ' عام طور ڪنهن تي وهنوار لڳڻ، ڪنهن تي حساب ڪتاب باقي هئڻ جي معنيٰ ڏيندڙ اصطلاح بہ آهي.

'پلئہ' ۽ 'پلاند' ٻئي لفظ بدلي وٺڻ ۽ عيوض وٺڻ جي معنيٰ ۾ بہ استعمال ٿيندا آهن. ملاڪڙي جي اصطلاح موجب وهنوار ڏيڻ يعني جنهن ملهہ کي هڪ ڀيرو ماري وڄجي، تنهن سان وري جوڙو ڪرڻ بہ پلئہ يا پلاند ڏيڻ طور ڪم ايندو.

'پلئہ يا پلاند وٺڻ' ڪنهن جهيڙي يا قتل جي بدلي وٺڻ لاءِ بہ ڪم ايندو آهي. خاص ڪري قبائلي سوچ جا ماڻهو پلاند ۾ يقين رکندا آهن ۽ چوندا آهن "پلاند پراڻا نہ ٿيندا آهن" ان ۾ ماڻهو مارڻ جهڙو ڪيس بہ هنن وٽ پلاند يا پلئہ ۾ شمار ٿيندو آهي.

**پَلِي[1]**: سمن جي هڪ ذات، جنهن جو نسب هن طرح ڳنڍيو وڃي ٿو: پَلي پٽ سمون، پٽ رائڌڻ پٽ ڪاڪو پٽ سمو پٽ انڙ پٽ لاکو، پٽ لاکيار پٽ اوڍو پٽ اوڍار پٽ نيٽ پٽ نوتيار پٽ لواکس پٽ وام پٽ دسرت. رائڌڻ کي 9 پٽ ٿيا: (1) سمون، (2) ابڙو (3) چنيسر (4) منهي،(5) نوتيار، (6) ڏاهر (7) هنگورو،(8) لاکو ۽ (9) پلي، نهڙيا ۽ راهمون ان جي نک آهن. ٻيون بہ گهٽيون ذاتيون پليءَ مان ڦٽن ٿيون.

پلي عمرڪوٽ ضلعي ۾ 'ٿرواهہ' تي اڪثريت سان آباد آهن ۽ ناري جا نواب سڏيا ويا آهن. هن راڄ جا ڪجهہ گهر ٽنڊي الهيار، بدين ۽ دولتپور صفن ۾ پڻ آهن. پلي ذات جي اڪثريت حضرت غوث بهاءُ الدين زڪريا ملتانيءَ رح جي مريد آهي ۽ ڪجهہ خاندان مٽيارين جي سرهندي پيرن جا مريد آهن. پلي راڄ ۾ وڏا ڏاها، اڪابر، اديب، شاعر، پهلوان، سخي، مدبر، امير، خانصاحب، خانبهادر، آزاديءَ جا اڳواڻ ۽ مجاهد، ولي، بزرگ، اديب، شاعر ۽ نيڪ سيرت انسان پيدا ٿيا آهن.

سماٽ جي شجري ۾ "درس پليءَ" کان سواءِ پلي نالي وارا ٻيا بزرگ مختلف دؤرن ۾ گذريا آهن، جيڪي سپ راءِ- رائڌڻ تائين اچي ملن ٿا. اهي شجرا هن طرح آهن:

(الف) پلي پٽ هالو پٽ ساند پٽ پلي ڄام پٽ راءِ رائڌڻ.

(ب) پلي ڄام پٽ راءِ رائڌڻ پٽ ڪاڪو پٽ سمون پٽ لاکو پٽ انڙ پٽ لاکو پٽ لاکيار پٽ اوڍو.

(ج) پلي پٽ ڏيرو پٽ مناهين پٽ ٽيهو پٽ انڙ پٽ سمون پٽ راءِ رائڌڻ.

(د) پلي پٽ ڳاهو پٽ جوکيو پٽ ٽيهو پٽ انڙ پٽ سمون پٽ راءِ رائڌڻ.

(هہ) درس پلي درويش پٽ ڀاٽو پٽ ڪرن پٽ ابڙو پٽ ڀيمسين پٽ جکرو پٽ ڄام هالو پٽ جوڻجو پٽ مناهي پٽ ڏيرو پٽ ٽيهو پٽ سمون پٽ راءِ رائڌڻ.

مٿئين شجري ۾ پلي ولد ڳاهي جو اولاد "پلي پوٽا" سڏجي ٿو. پلي پٽ ڄام هالو اهو شخص آهي، جنهن ڄام هالي جي قيادت ۾ همير سومري سان جنگ ڪئي، ۽ سنڌيءَ ۾ سندس نالي ڪيتريون ئي ڳاهون آهن. سندس اولاد پليجار جا سما آهن. اهڙيءَ طرح پليجا ذات بہ هنن مان ڪنهن 'پليءَ' جو اولاد آهن. سماٽ جي هڪ ذات 'پلهہ' آهي، پر اهي راءِ- رائڌڻ جي شجري ۾ آهن.

ويجهي ماضيءَ ۾ پلين ۾ مشهور ماڻهو خانصاحب عطا محمد پلي هو، جنهن جي پٽن مان عبدالڪريم "ڪريم" پلي، راڄ محمد پلي ۽ وفا پلي مشهور شاعر ٿي گذريا آهن.

**پَلِي²**: اَن رکڻ لاءِ ٺَوُنَ، ٺؤنٽرين، ڪاٺين ۽ پڪن مان ٺهيل گُندي واري جاءِ کي به پلي چوندا آهن.

**پَلِي³**: مٽرن يا ڇٽن جي وَلِ. ڇٽن يا مٽرن جي ول جا ساوا گونج يا پن جيڪي ڀاڄيءَ طور رڌجن. تن کي پلي چئبو آهي، هن کي ساڳ وانگر رڌيو ويندو آهي، پر هن ۾ لسي/ ڏڌ وجهي رڌيندا آهن. عام طرح پلي سڪائي به رکبي آهي.

**پَلِي⁴**: تعلقي ساماري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:
عطا محمد آرائين، امام بخش ۽ محمد حسين آرائين.

**پلي/ پليئڙي**: هيءَ مڇي پلي مان ٿئي ٿي ۽ ٻسر جنس ناهي، هيءَ مڇي درياهي ڍنڍن ۾ اڳي ڇڏيل پلن جو ٻج آهي، جيڪو اتي رهجي ويندو آهي، ان ڪري هي ستن اٺن انچن تائين وڏي ٿيندي ويندي آهي. سنڌ جي ڍنڍن ۾ وڏي ويجهي ٿي. هن جي آني سنهي ۽ ڦوٽو پلي وانگر ٿيندو آهي. ڪينجهر ڍنڍ ۾ پلي يا پليئڙي جام مرندي آهي. ست اٺ انچن جي پلي اتر



سنڌ ۾ جام کپندي آهي. هن کي پلي جي نئين جنس سڏڻ غلط آهي. هي ساڳي پلي جي جنس آهي جيڪا ويندي ويندي پلو ڇڏي ويندو آهي ۽ سمنڊ ڏانهن موٽي هي پلڙا واپس نه ويندا آهن. ان ڪري اهي قد جا ننڍا ۽ سنها ٿين ٿا. هن مڇيءَ جي خوشبوءِ پلي جهڙي هوندي آهي ۽ آني به وهندڙ اٿس.

**پليار**: انامليءِ پهاڙ جا رهاڪو هندو توڙي مسلمانن ۾ 'پليار' آهن، جن لاڙ واري حصي تي حڪومت ڪئي ۽ ان پٺيان هڪ پرڳڻي جو نالو 'پليار' پيو

**پلي، اسد جمال**: (ڏسو: اسد جمالي پلي- جلد پهريون).

**پلي، اويڙ**: اويڙ ولد ڇڳير پلي، سومريجن جي بابواڻي پاڙي مان، ڪلهوڙن جي دؤر جو شاعر هو ۽ سندس ملاقاتون وقت جي ڪيترن وڏن بزرگن سان هيون، جن مان ميان صابر هرند ولهاري خاص بزرگ ٿي گذريو آهي. اويڙ پليءَ جا بيت ڪافي مشهور آهن. هو تُڪبندي ۽ واقعاتي شاعري ڪندو هو اويڙ فقير متوڪل، پرهيزگار، عابد ۽ زاهد بزرگ هو

**پليتو**: ڪاغذ يا ڪپڙي جي وَٽِ، بارود جي ڀريل ٽوپي، جيڪا بندوق جي مکوءَ تي رکبي آهي، ان کي 'جامڪي' به چئبو آهي.

اڳاٽي وقت ۾ مُنهن ڪان بارود ڀرڻ واريون بندوقون رائج هيون، جنهن جي ناليءَ ۾ بارود ڀري، مٿان ڪان (ڇيرا) وجهي، ڏٽي سان بند ڪري، پوءِ گهوڙي وٽان سوراخ ۾ پليتو وجهي دکائڻ سان بندوق ڇٽندي هئي.

عوامي شاعريءَ ۾ 'پليتو' لفظ ڪم آندو ويو آهي. جهڙوڪ:

ترفون ۾ گُرزا گُرِيا، ڪئي پليتن پاهه.
(راڄن شاهه)

- آتشبازيءَ جي هڪ قسم کي به پليتو چيو ويندو آهي. 'پليتو لائڻ' هڪ اصطلاح آهي، جنهن جو مطلب جهيڙو وجهائڻ، باهه ٻارڻ يا فساد برپا ڪرڻ هوندو آهي.

- ڪاغذ تي لکيل تعويذ يا دُعا کي به پليتو چون، جيڪا نحوست ٽارڻ يا ويساهه وسوڙل ماڻهن طرفان جِن ڀُوت ڪڍڻ لاءِ پاڻيءَ ۾ ڌوئي پياربي آهي يا ساڙي ڇڏبي آهي.

**پَليٿڻ**: سڪل اٽو جيڪو ماني پچائڻ وقت ڳوهيل اٽي سان ملائبو آهي، ان کي آٽڻ به چون. پليٿڻ، مانين پچائڻ وقت جدا ٿالهيءَ ۾ رکبو آهي، انهيءَ لاءِ ته ڳوهيل اٽو سخت يا نرم ٿي وڃي ته ان ۾ مناسب مقدار ۾ اٽو ملائي ماني پچائجي.

**پَلي پوٽا**: هڪ ذات جو نالو سنڌ جي نسبنامي موجب، هن ذات جو سلسلو 'پلي' ذات سان ملي ٿو جيڪا نسبنامي موجب رائڏڻ جو اولاد آهي. ضلعي دادو ۽ خيرپور ضلعي ۾ اڪثريت ۾ رهن ٿا.

**پليجا¹**: هيءَ قبيلو سنڌ ۾ سماٽ نسل مان آهي، جنهن جي نسل جو سلسلو سماٽ نسل جي وڏي ڏاڏي رائڏڻ سان ويهينءَ پيڙهيءَ ۾ ملي ٿو.

پَلِي، پَلي جو، پَلي- پوٽو ۽ پَلهه هن قبيلي جون چار شاخون يا نُکون آهن، جيڪي وقت جي گذرڻ ۽ سماجي حالت ۾ تبديليءَ جي تقاضائن موجب جدا قبيلا يا ذاتيون سڏجن ٿيون. اهي چار ئي قبيلا هندستان ۾ به مُوجود آهن. سنڌ ۾ پلي قبيلي جي اڪثريت ضلعي عمرڪوٽ ۾ آهي. پلي پوٽا ضلعي دادوءَ ۽ ضلعي خيرپور ۾ اڪثريت ۾ رهن ٿا. پلهه قبيلو پڻ دادوءَ ۽ خيرپور ضلعن ۾ گهٽائيءَ ۾ آهي. البته پليجا ضلعي ٺٽي ۾ اڪثريت ۾ رهن ٿا. تنهن ڪان سواءِ سندن ڪجهه تعداد ضلعي حيدرآباد، دادوءَ ۽ لاڙڪاڻي ۾ به موجود آهي. ماضيءَ ۾ شاهه عنايت جهوڪ واري جي جنگ ۾ نور محمد پليجي جو مخالف ڪردار ملي ٿو جيڪو مغلن جو طرفدار هو هن وقت ناميارو سياسي اڳواڻ رسول بخش پليجو، ب پ اڳواڻ غلام قادر پليجو، سندس نياڻي هاڻوڪي صوبائي وزير ثقافت، سسئي پليجو، عوامي تحريڪ جو صدر اياز لطيف پليجو ۽ ارباب نور محمد پليجو (مرحوم) ۽ عبدالحئي پليجو هن ذات وارن مان مشهور شخصيتون آهن.

پليجا، پلي پوٽا ۽ پلي پنهنجو اڳواڻ هني ضلعي ٺٽي واري ارباب نور محمد پليجي جي خاندان کي تسليم ڪن ٿا. پليجا قبيلو مخدوم نوح رح جي مريدن ۾ شامل آهي.

**پليجا²**: ضلعي شڪارپور تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ پليجا، داد محمد بروهي ۽ سهتا ڳوٺ شامل آهن. خيرپور جي پراڻيءَ حد ۾ درياهه جي هڪ پتڻ جو نالو به پليجا آهي. پليجا ڳوٺ جي آبادي هزار کن آهي. هتي پرائمري اسڪول ۽ بجلي موجود آهي.

**پليجا³**: ضلعي خيرپور جي تعلقي گمبٽ ۾ به هڪ ديهه به هن نالي سان آهي، جنهن ۾ ڪو به ڳوٺ شامل ڪونهي.

**پليجار**: 'تحفة الڪرام' ۾ مير علي شير قانع ٺٽوي، پليجار بابت ڄاڻايو آهي ته: "هي پرڳڻو تمام قديم آهي. ڪڪرالي جي جام واري دؤر 1037هه/ 1627ع

۾ پڻ پليجار جو پرڳڻو موجود هو. پليجار پرڳڻي جو مشهور بزرگ درويش راڄو ستيو دل هو. ان بابت اهو مشهور آهي تہ جيڪي چوندو هو، سو ٿي پوندو هو. درويش راڄي جي وفات 977ھ/ 1569ع ۾ ٿي ۽ پليجار ۾ سندس درگاهہ آهي. پليجار پرڳڻي جي ڳوٺن مان مشهور ڳوٺ ڏہو آهي، جنهن ۾ سيد ڦتو، وقت جو پير ۽ وڏو بزرگ ٿي گذريو آهي."

**پليجاڻي**[1]: ضلعي ۽ تعلقي مٽياريءَ ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

لال پٽي، سائينڏنو پليجو، پليجو جسڪاڻي، مريد سوهو، پليجاڻي اسٽيشن، حاجي ڪانيو پٽي، گل محمد پنهور، حيدر شاهہ، چاڪر نائچ، ڪوٽ ٺهلرام ۽ عرس بروهي.

**پليجاڻي**[2]: ضلعي ٺٽي، تعلقي ميرپور ساڪري ۾ هڪ ديهہ جو نالو بہ پليجاڻي آهي.

**پليجاڻي اسٽيشن:** هيءَ اسٽيشن پليجاڻي ديهہ ۾ ٺهيل آهي، ان ڪري انهيءَ ديهہ جي نالي تان اسٽيشن تي نالو رکيو ويو آهي. هيءَ حيدرآباد ڪان نواب شاهہ ڏانهن ويندڙ ريلوي لائين تي اسٽيشن آهي.

**پليجن جو قبرستان:** ٺٽي ضلعي جي جهرڪ شهر ڪان ٽي ميل ڏکڻ ۾، ماجيراءِ جي ماڙيءَ واري جبل جي 'ڪَر' ۾ هڪ وڏو قبرستان آهي. قومي شاهراهہ تان گذرندي هڪ قبي جو گنبذ ڏسڻ ۾ ايندو آهي. جيڪو پير لاڪي لطف الله جو روضو آهي.

هن روضي ڪان وٺي قبرستان شروع ٿئي ٿو جو پکيڙ ۾ اٽڪل اڌ چورس ميل ٿيندو. ڏاکڻين ڇيڙي تي ٻي درگاهہ آهي، جا شيخ جکري جي چئي وڃي ٿي. هن قبرستان ۾ ست رانڪون ٺهيل آهن، جيڪي هاڻي بلڪل ضعيف حالت ۾ آهن. انهن رانڪن جي پٿر جو گهاڙيٽو مرزا عيسيٰ ترخان واري رانڪ (مڪلي) ۾ ڪم آندل پٿر جي گهاڙيٽي سان گهڻي مشابهت ٿو رکي، اهي رانڪون پليجن جون آهن. انهن مان هڪ رانڪ انور بيگ پليجي، ديهہ بوڏاڻيءَ واري جي آهي. قبرستان ۾ پٿر جون ٺهيل ڪيتريون ئي قبرون آهن. ڪن قبرن تي ساڄي پاسي ڪان سري وٽ، هيٺيرو گهوڙيسوارن جون تصويرون اُڪريل آهن، جن جي هڪ هٿ ۾ ڍال آهي ۽ ٻئي هٿ ۾ ڀالو آهي. اهي قبرون مردن جون آهن.

ڪن قبرن جي اتر طرف سري ڪان گهڙيل پٿر پاڳ جي طور لڳايا ويا آهن، اهي وڏن سردارن جون قبرون آهن. ڪن قبرن جي اڳيان سري ڪان ننڍا توڙي وڏا ست فوٽ اوچا، پاترا ٿنيا کوڙيا ويا آهن، جن تي ٻاڳون بہ آهن. اهي قبرون شهيدن جون آهن ۽ اهي ٿنيا شهيدن جي نشانيءَ طور لڳايا ويا آهن. شهيد ٿيل عورتن جي قبرن مان ڪن تي ٻيڙيءَ جي ناناريءَ جي شڪل ۽ ڪن تي 'گل' اُڪريل آهن.

**پليجو، اياز لطيف:** (ڏسو: ايار لطيف پليجو- جلد ٻهريون).

**پليجو، رسول بخش:** سنڌ جو نامور دانشور، اديب، نقاد ۽ سياسي اڳواڻ رسول بخش پليجو جنگشاهي، ضلعي ٺٽي ۾، 20 جنوري 1930ع تي، علي محمد پليجي جي گهر ۾ ڄائو. هن شروعاتي تعليم مقامي ملا مڪتب مدرسي ۽ سيڪنڊري تعليم ٺٽي هاءِ اسڪول ۽ سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ ۾ ورتي. ان ڪان پوءِ مسلم لا ڪاليج ڪراچيءَ مان قانون جي ڊگري (ايل. ايل. بي) حاصل ڪيائين. سندس شمار ملڪ جي وڏن ۽ سپريم ڪورٽ آف پاڪستان جي ناميارن وڪيلن ۾ ٿئي ٿو.

رسول بخش پليجو گهڻ رخين صلاحيتن جو مالڪ آهي. ڪيس ادب، سماج، سياست، تاريخ، سماجي سائنس ۽ جدلياتي علمن جي وڏي ڄاڻ آهي. ان حوالي سان هو هڪ فرد بجاءِ اداري جي حيثيت رکي ٿو.

رسول بخش پليجو سنڌ جي سياست جو متحرڪ ڪردار رهيو آهي. ون يونٽ خلاف تحريڪ ۾ هن سنڌي اديبن ۽ سنڌي ادبي سنگت سان



گڏ، سياسي ميدان ۾ جي. ايم. سيد، حيدربخش جتوئي، قاضي فيض محمد ۽ ڪامريڊ غلام محمد لغاريءَ سان گڏجي سرگرميءَ سان حصو ورتو. جڏهن 1968ع ۾ جي. ايم. سيد، ايوبي مارشل لا دوران هڪ وڏي عرصي جي نظربنديءَ ڪان پوءِ آزاد ٿي، سياست ڪان ڪناره ڪشيءَ جو اعلان ڪري، 'بزم صوفياءِ سنڌ' قائم ڪئي تہ جي. ايم. سيد اُن تنظيم جو صدر ۽ رسول بخش پليجو سيڪريٽري بڻيو. ان پليٽ فارم تان سنڌ جي مختلف درگاهن تي جي. ايم. سيد خطبا ڏئي 'سنڌي قوم جو جديد تصور' پيش ڪيو. ان جدوجهد ۾ محمد ابراهيم جويي، شيخ اياز ۽ رسول بخش پليجي اهم ڪردار ادا ڪيو. ون يونٽ خلاف تحريڪ دوران سائين جي. ايم. سيد 1969ع ۾ هالا ۾ ڪنوينشن ڪوٺائي 'سنڌ متحده محاذ' جو بنياد وڌو، جنهن ۾ ون يونٽ ٽاهيندڙ ٻئي مُک ڪردار- محمد ايوب کهڙو ۽ پير علي محمد شاهہ راشدي بہ شامل هئا، ۽ سيني گڏجي ون يونٽ جي مخالفت ڪئي هئي. ان بنياد تي بعد ۾ جي. ايم. سيد عوامي ليگ جي سربراهہ ڪي سنڌ گهرائي، ون يونٽ جي مخالفت ڪرائي هئي، ۽ انهن سنڌ جي سياستدانن ۽ اديبن جي ڪوششن سان، 1 جولاءِ 1970ع تي ون يونٽ جو خاتمو ٿيو.

محمد ايوب کهڙي ۽ پير علي محمد راشديءَ جي 'سنڌ متحده محاذ' ۾ شموليت تي ڪجهہ نوجوانن کي اختلاف هئا ۽ پليجي صاحب جا بہ سيد سان اختلاف ٿيا. ان بعد هن پنهنجي سياسي واٽ ڌار منتخب ڪئي، ۽ هڪ نئين پارٽي 'عوامي تحريڪ' جو بنياد، 1970ع ۾ حيدرآباد ۾ وڌائين. ان جو پهريون صدر ائڊووڪيٽ حفيظ قريشي ۽ جنرل سيڪريٽري رسول بخش پليجو ٿيا ۽ ٻين ميمبرن ۾ فاضل راهو، سيد عالم شاهہ، سردار محمد خان مگسي، يوسف ڪيڙانو، قاسم پٽر، شير خان لنڊ، قاضي غفار وارهہ وارو، گل حسن ڪيڙانو، رشيد پٽي ۽ ٻيا شامل هئا. عوامي تحريڪ جي مُک ڪارنامن ۾ ووٽر لسٽون سنڌيءَ ۾ لکائڻ لاءِ جاکوڙڻ، سرڪاري زمينن جي نيلامي بند ڪرائڻ لاءِ جدوجهد ڪرڻ، سنڌي ٻولي ڪنوينشن ڪوٺائڻ، مزدورن ۽ هارين جون ڪانفرنسون سڏائڻ، ايم. آر. ڊي تحريڪ ۾ سرگرميءَ سان حصو وٺڻ، ڪالاباغ ڊيم ۽ ٿل ڪئنال خلاف جدوجهد سان گڏ ڪانفرنس ڪوٺائڻ، دهشتگرديءَ خلاف ڪانفرنس ڪوٺائڻ، وڏيرن جي خانگي جيلن کي ختم ڪرڻ، توڙي ڪاروڪاري ۽ جرڳا سسٽم ختم ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪرڻ، 1992ع ۾ سکر ڪان ڪراچيءَ تائين، 2001ع ۾ پٽ شاهہ ڪان ڪراچيءَ تائين ۽ 2005ع ۾ سکر ڪان

ڪراچيءَ تائين ۽ 2009ع ۾ ڪنڊڪوٽ کان ڪراچيءَ تائين ڪامياب لانگ مارچ ڪرڻ ۽ چيف جسٽس افتخار چوڌريءَ جي بحاليءَ واري جدوجهد ۾ حصو وٺڻ شامل آهن. اها سموري جدوجهد رسول بخش پليجي جي قيادت ۾ ٿي.

رسول بخش پليجي عوامي تحريڪ جي قيام سان گڏ 1970ع ۾ تحريڪ رسالو به شروع ڪرايو. جنهن جو پهريون ايڊيٽر قاسم پٿر ۽ سيد عالم شاهه هئا. هي رسالو مختلف وقتن تي بندش جي باوجود نڪرندو رهيو.

پليجي صاحب عوامي تحريڪ جون مختلف ذيلي تنظيمون به قائم ڪرايون. جيڪي هيٺين ريت مختلف سالن ۾ قائم ٿيون:

(1) هاري تحريڪ (1974ع)، جنهن جو پهريون صدر شير خان لنڊ ٿيو.
(2) سنڌي شاگرد تحريڪ (1977ع)، جنهن جو پهريون صدر سيف الله نظاماڻي هو.
(3) سنڌي مزدور تحريڪ (1978ع)، جنهن جو پهريون صدر غلام قادر پليجو هو.
(4) سجاڳ ٻار تحريڪ (1978ع)، جنهن جو پهريون صدر فيروز خواجو هو.
(5) سنڌياڻي تحريڪ (1986ع)، جنهن جي پهرين صدر شهناز راهوجو هئي.
(6) سنڌي گرلس اسٽوڊنٽ تحريڪ (1988ع)، جنهن جي پهرين صدر ريحانه شيخ هئي، (7) هندو سجاڳ تحريڪ (2003ع)، جنهن جو پهريون صدر هميرو مل هو.

پليجو صاحب عوامي تحريڪ جي پليٽ فارم تان جدوجهد ڪرڻ سان گڏ مختلف پارٽين ۽ اتحادن ۾ به شامل رهيو هو. 1974ع ۾ اي. اين. پي جو جنرل سيڪريٽري رهيو. جنهن جو صدر شيرباز خان مزاري هو. 1978ع ۾ پاڪستان عوامي جمهوري اتحاد قائم ڪرڻ ۾ حصو ورتائين. جنهن ۾ نوابزادو نصرالله خان، ملڪ قاسم ۽ عابد حسن منٽو شامل هئا.

1979ع ۾ پليجو صاحب 'پاڪستان عوامي تحريڪ' ۾ شامل ٿيو جنهن ۾ ميجر اسحاق، پروفيسر عزيز احمد ۽ امتياز عالم هن سان گڏ هئا. 1983ع ۽ 1986ع ۾ ضياءُ الحق جي آمريت خلاف ملڪ ۾ هلندڙ جمهوري جدوجهد، ايم. آر. ڊي (M.R.D) ۾ ڪردار ادا ڪيائين. ۽ ان جو ڪنوينر به رهيو.

پليجي صاحب ايم. آر. ڊي تحريڪ دوران راولپنڊي اجلاس ۾ شرڪت ڪئي، جنهن ۾ خان عبدالوَلي خان، بينظير ڀٽو (شهيد)، نوابزادو نصرالله خان، معراج محمد خان ۽ ٻيا شامل ٿيا. جنهن ۾ صوبائي خودمختياريءَ جو نعراءُ پاس ڪرائڻ سان گڏ اهو به نعراءُ پاس ڪرايو ويو ته ايم. آر. ڊي جي جدوجهد ڪاميابيءَ ڪان پوءِ جيڪا به حڪومت آئي، اها ايم. آر. ڊي جي سربراهن جي خلاف چونڊن ۾ اميدوار نه بيهاريندي.

پليجي صاحب 1987ع ۾ سنڌي عوامي تحريڪ ۽ ان جي ذيلي تنظيمن تي مشتمل 'سنڌي عوام جو اتحاد' جوڙيو ۽ 1988ع ۾ سن ۾ سائين جي. ايم. سيد جي سربراهيءَ ۾ 'سنڌ قومي اتحاد' جي قيام ۾ حصو ورتائين. جنهن کان جلد ئي ڌار ٿي ويو. رسول بخش پليجو 2000ع ۾ 'سنڌ پاڻي ڪميٽي اتحاد' ۽ 'گريٽر ٿل ڪئنال ايڪشن ڪميٽيءَ' جو ميمبر- اڳواڻ رهيو 2004ع ۾ 'پاڪستان ڪسان رابطه ڪائونسل' ۾ شامل ٿيو ان کان سواءِ 'ايشيا پيسفڪ فورم' جي ايگزيڪيوٽو ڪميٽيءَ جو ميمبر به رهيو

پليجي صاحب سنڌ جي قومي حقن لاءِ ڪيترا مظاهرا، ريليون ۽ ڪامياب لانگ مارچ ڪرايا، جن ۾ مردن کان سواءِ سنڌياڻي تحريڪ سان لاڳاپيل سوين عورتن حصو ورتو. جن ۾ سندس ڀيڻ مريم پليجو ۽ ٻين عزيزياڻين ڀرپور ڪردار ادا ڪيو.

رسول بخش پليجو سياسي جدوجد دوران ڪيترا ڀيرا جيل ويو. هن ڪوٽ لکپت جيل ۾ رهڻ دوران 'ڪوٽ لکپت جو قيدي' نالي ڪتاب لکيو.

رسول بخش پليجو شعله بيان مقرر ۽ دانشور طور سڃاتو وڃي ٿو هن مهمان اُستاد طور جواهرلال نهرو يونيورسٽي دهلي، شڪاگو يونيورسٽي آمريڪا، ڪيمبرج يونيورسٽي، اسيڪس يونيورسٽي انگلنڊ، ڪنگسٽن يونيورسٽي ۽ ٻين اعليٰ تعليمي ادارن ۾ ڪيترا ليڪچر ڏنا ۽ پنهنجي ڏاهپ ۽ ڄاڻ جو مظاهرو ڪيو. پليجو صاحب فڪري طرح مارڪسسٽ آهي ۽ هو نقلي مارڪسسٽن جو مخالف رهيو آهي. هو مائوزي تنگ جي جدوجهد جو وڏو معترف رهيو آهي، ان ڪري ڪيس 'مائوسٽ' به سڏيو ويو.

ادب جي ميدان ۾ رسول بخش پليجي جو شمار صف اول جي ليکڪن ۽ نقادن ۾ ٿئي ٿو جنهن دور ۾ رسول بخش پليجي ادب جي دنيا ۾ پير رکيو تڏهن ننڍي کنڊ ۾ ترقي پسند ادبي تحريڪ پنهنجي اوج تي هئي. ورهاڱي بعد سنڌي ادب ۾ ترقي پسند ادبي لهر اُڀري، جنهن جو ادبي حوالي سان مهندار شيخ اياز هو جنهن جي خلاف رجعت پسندن وڏي واويلا ڪئي. ترقي پسند ادب ۽ خاص ڪري شيخ اياز تي جڏهن ڪن رجعت پسند اديبن ۽ شاعرن ادبي ۽ فڪري حملا ڪيا ۽ اياز جي شاعريءَ کي الحاد ۽ ڪفر جي شاعري قرار ڏنو ته ان دور ۾ ابن حيات پنهور ۽ مولانا گراميءَ سان گڏ رسول بخش پليجي ان جاهلاڻي تنقيد جا بکيا اڊيڙي فڪري گهرائيءَ سان ڪتاب 'انڌا اونڌا ويڄ' ذريعي ڪين جواب ڏنو ساڳئي رجعت پسند ٽولي سَٽ واري ڍاڪي ۾ سائين جي. ايم. سيد جي شاهڪار ڪتابن 'پيغام لطيف' ۽ 'جيئن ڏٺو آهه مون' تي به سخت تنقيدون ڪيون ۽ اڪيچار پمفليٽ ۽ مضمون لکيا ته پليجي ان گروهه خلاف جاندار مضمون لکيا. سندس مشهور تصنيفن ۾:

(1) انڌا اونڌا ويڄ (تنقيد)، (2) صبح ٿيندو، (3) ڏراڙن جا ڏڪ، (4) جن جهوناڳڙهه جلايو (تاريخي مضمون)، (5) سَنڌي ذات هنجن (تنقيد)، (6) پسي ڳاڙها ڳل (ڪهاڻيون)، (7) ويهڻ مون نه وڙاءِ، (8) اوهان جي پڇاڻان (عالمي شاعريءَ جو ترجمو)، (9) ڪوٽ لکپت جو قيدي، (10) وڳ ڪيئن وسرياءِ (خط)، (11) سياسي ادب (جلد I، II، III)، (12) جيڪي بنگال سان ٿيو (ترتيب)، (13) هرڻ هليلا ٻيلا سوچين.

پليجي صاحب چار شاديون ڪيون، جن مان سندس پهرين گهرواري پليجي خاندان مان آهي، جڏهن ته ٻي گهرواري ڪشميرڻ آهي، سندس ٽين گهرواري ناميارا فنڪاره زرينه بلوچ هئي، جڏهن ته سندس چوٿين شادي، ناميارا ڪهاڻيڪار نسيم ٿيبو سان ٿي. پليجي صاحب جو هڪ فرزند اياز لطيف پليجو (ڏسو: اياز لطيف پليجو جلد پهريون) وڪيل هئڻ سان گڏ سياستدان به آهي. اياز لطيف عوامي تحريڪ جو صدر آهي ۽ سنڌ نئشنل الائنس جو ڪنوينر به رهيو آهي.

**پليجو، سسئي:** سنڌ جي ثقافت کاتي جي موجوده صوبائي وزير ۽ پ پ اڳواڻ سسئي پليجو 10 جنوري 1976ع تي ٺٽي ۾ غلام قادر پليجي جي گهر ۾ جنم ورتو. سندس والد غلام قادر پليجو سياسي ۽ سماجي حوالي سان مشهور اڳواڻ رهيو آهي. سندس والده اختر بلوچ پڻ سنڌ جي تاريخ جو اهم نالو آهي، جو اها سنڌ جي پهرين ڇوڪري هئي، جيڪا ووٽر لسٽون سنڌيءَ ۾ ڇپائڻ واري تحريڪ ۽ ون يونٽ خلاف تحريڪ جي سلسلي ۾ جيل وئي ۽ 'قيدياڻيءَ جي ڊائري' نالي ڪتاب لکيائين. جنهن جو اردوءَ ۾ 'اميد سحر' نالي سان ترجمو به ڇپجي چڪو آهي. ڪتاب 'قيدياڻيءَ جي ڊائري' جا سنڌ ۾ ٻه ڇاپا ۽ هند ۾ نئين دنيا پبليڪيشن ممبئيءَ پاران هڪ ڇاپو ڇپجي چڪو آهي.



سسئي پليجو سنڌ يونيورسٽيءَ مان ماسٽرس ڪرڻ بعد لنڊن يونيورسٽيءَ مان ايل. ايل. بي جي ڊگري حاصل ڪئي. هوءَ ننڍپڻ کان ئي تعليمي ۽ سماجي حوالي سان اڳڀري رهي آهي. علم، ادب ۽ سياست ۾ خاص دلچسپي رهي اٿس. هن تعليم مڪمل ڪرڻ بعد پنهنجي والد واري سيٽ تان پيپلز پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي چونڊ وڙهي ۽ پهريون ڀيرو 2002ع وارين چونڊن ۾ ڪامياب ٿي، صوبائي اسيمبليءَ جي ميمبر ٿي ۽ 2008ع وارين چونڊن ۾ به سخت مقابلي بعد چونڊ کٽيائين. هيءَ واحد خاتون ايم. پي. اي آهي، جيڪا عورتن لاءِ مخصوص سيٽ تي نامزد ٿيڻ بدران پنهنجي تڪ مان چونڊجي آئي آهي. هن وقت سنڌ جي ثقافت کاتي جي وزارت ۾ تمام بهتر انداز ۾ سنڌي ادب، ٻولي، ثقافت، اديبن، فنڪارن جي خدمت لاءِ ڪوشان آهي. سندس دور ۾ شاهه لطيف جي ميلي جي موقعي تي اڳ کان ڪافي بهتري آئي آهي. 'ثقافتي ڳوٺ' ۽ 'ڪانفرنس' جو معيار بلند ٿيو آهي. ان ڪانسواءِ قلندر شهباز، سچل سرمست ۽ قادر بخش بيدل جي عرس مبارڪن جي موقعي تي به پهريون ڀيرو محترمه سسئي پليجو جي هدايتن تي ڪانفرنسون ٿيون آهن ۽ تحقيقي ڪتاب ڇپيا آهن. هر سال، مارئي ميلي لڳرائڻ ۽ ان موقعي تي ادبي ڪانفرنس ڪرائڻ جو رواج پڻ سسئي پليجو وڌو آهي. هن جي دور ۾ لطيف شناسيءَ سان گڏ اياز شناسيءَ تي تمام وڏو ڪم ٿيو آهي. ان ڏس ۾ ثقافت کاتي پاران شي اياز جون تخليقون ايڪيهن جلدن ۾ ڇپجي چڪيون آهن. ان ڪانسواءِ استاد بخاري، پروفيسر عطا محمد حامي ۽ ٻين شاعرن، عالمن ۽ اديبن جا ڪيترا ڪتاب ڇپيا آهن. محترمه سسئي پليجو جي ڪوشش سان پهريون ڀيرو سنڌ جا آرڪيالاجيڪل ماڳ، مرڪز کان سنڌ حڪومت کي واپس مليا آهن. هن سکر ۾ "لاکين جي دڙي" جي کوٽائي ۽ ميوزم جي قيام لاءِ ڪوششون ورتيون آهن ۽ سنڌ جي اڪثر ضلعن ۾ ميوزم ۽ ڪلچرل ڪامپليڪس ٺهرائڻ جي شروعات ڪئي آهي. محترمه سسئي پليجو پاران سنڌ ميوزم ۾ 'فريڊم فائيٽرس گئلري' سان گڏ محمد ابراهيم جويو ڪارنر، ايم. ايڇ. پنهور ڪارنر، ظفر ڪاظمي ڪارنر، غلام رباني آگرو ڪارنرس قائم ڪيون آهن. هن جي دور ۾ شهيد ذوالفقار علي ڀٽي ۽ شهيد بينظير ڀٽو جي تصويرن جون حيدرآباد، ڪراچي، لاڙڪاڻي ۽ اسلام آباد ۾ نمائشون ٿيون آهن. هن جي ڪوشش سان سنڌ يونيورسٽي ڄام شوري، ڪراچي يونيورسٽي ۽ شاهه لطيف يونيورسٽي خيرپور ۾ "بينظير ڀٽو چيئرز" قائم ٿيون آهن. پاڪستاني سياست ۾ سندس آئيڊيل شهيد ذوالفقار علي ڀٽو ۽ محترمه بينظير ڀٽو شهيد آهن ۽ هوءَ سندن ئي فڪر ۽ جدوجهد جي تسلسل ۾ اڳتي وڌي رهي آهي. سسئي پليجو دنيا جا ڪيترائي ملڪ گهمي چڪي آهي. سندس مستقل رهائش مڪليءَ، ٺٽي ۾ آهي. وقت بوقت سندس ڪالم مختلف اخبارن ۾ ڇپجندا رهيا آهن.

**پليجو، عبدالحئي:** عبدالحئي ولد نور محمد پليجو 1945ع ڌاري ٻني ضلعي ٺٽي ۾ ڄائو. پيشي جي لحاظ کان زميندار آهي. شاگرد سياست ۾ سائين جي. ايم. سيد جو پوئلڳ رهيو. سندس والد سياسي اڳواڻ ۽ سائين جي. ايم. سيد جو رفيق رهيو. هو هڪ سٺو نثر نگار به آهي. هن ڪيترائي سفرناما لکيا آهن. الطاف شيخ کان پوءِ سفرنامن ۾ سندس نالو به مشهور آهي. سندس سفرنامن جو تفصيل هن ريت آهي:



(1) هُو جي وڻ ولايت جا (1984ع)، (2) ڏوريم ڏيساور (1983ع)، (3) ديس بديس (1991ع)، (4) ڪنواريون ۽ ڪنول (1991ع)، (5) ڪجل ڀنل نيڻ (سفرنامو: 2001)، (6) پريان سنڌي پار ڏي (2004)، (7) بندر مون ڏور ٿيا (2004ع) وغيره. ان کان سواءِ هڪ ڪتاب 'عالمي عجائبات' (2004) به ڇپيل اٿس. سندس رهائش ٻني شهر (ضلعي ٺٽي) ۾ آهي، جتي سندس زميندار آهي.

**پليجو، عبدالرحمان:** اديب، صحافي ۽ سياسي ڪارڪن، عبدالرحمان پليجو 17 مئي 1937ع تي ٺٽي ضلعي جي تعلقي گهوڙاٻاريءَ ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم ڳوٺ منگر پليجي ۽ ٺٽي جي آخوند براديه پرائمري اسڪول ۾ ورتائين. انگريزي تعليم سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچي، گورنمينٽ هاءِ اسڪول، ان ڪانپوءِ ڪاليج ٺٽي مدرسه هاءِ اسڪول ميرپورخاص جامعه عربيه حيدرآباد مان حاصل ڪيائين. بي. اي ۽ ايل. ايل. بي سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪئي اٿس. ادب ۽ صحافت سان دلچسپيءَ سبب هن روزانه نئين سنڌ ڪراچيءَ جي ايڊيٽر مولوي عبدالغفور سيتائيءَ وٽ اسسٽنٽ ايڊيٽر ٿي ڪم ڪيو. ان کان پوءِ 1966ع ۾ سنڌ جي ڪثيرالاشاعت ماهوار رسالي 'بادل' حيدرآباد جو ايڊيٽر مقرر ٿيو ۽ يوسف شاهين جي هفتيوار اخبار 'برسات' (ڪراچي) جو به ڪجهه وقت لاءِ ايڊيٽر رهيو.



عبدالرحمان پليجي 1967ع ۾ سوويت يونين جي پريس ڊپارٽمينٽ ڪراچيءَ ۾ سنڌي شعبي جي انچارج طور به ڪم ڪيو ۽ هن 1972ع کان وڪالت شروع ڪيائين. سنڌ جي شاگرد تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتائين ۽ سياسي معاملن ۾ به سدائين سرگرم رهيو آهي. عبدالرحمان پليجي کي ويهارو سال اڳ ڳلي جو ڪينسر ٿيو جنهن جو علاج 1990ع ڌاري لنڊن مان ڪرايائين. 1992ع ۾ هڪ وڏي ۽ ڪامياب آپريشن کان پوءِ چڱو ڀلو ٿي واپس وريو.

2009ع جي شروعات ۾ وري ڪيس جنگهه ۾ ڪينسر ٿيو ۽ ڪيس وري آمريڪا مان علاج ڪرائڻو پيو، پر سندس بيماري مڪمل ختم ٿي نہ سگهي آهي. سندس رهائش مڪليءَ ۾ آهي.



**پليجو، غلام قادر:** مشهور سياسي ۽ سماجي اڳواڻ غلام قادر پليجو علي محمد پليجي جو فرزند ۽ نامياري سياستدان رسول بخش پليجي جو ننڍو ڀاءُ آهي. هن 16 آگسٽ 1948ع تي ڳوٺ منگر خان (جنگشاهي، ضلعي ٺٽي) ۾ جنم ورتو. هن جنگشاهي ۽ ٺٽي مان ابتدائي تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ ٽنڊي ڄام يونيورسٽيءَ مان گرئجوئيشن ڪئي.

غلام قادر پليجي 1991ع ڌاري ڪجهه سنڌي نامور دانشورن- سراج ميمڻ، ڊاڪٽر سليمان شيخ ۽ فقير محمد لاشاريءَ سان گڏجي سنڌي اخبار ’جاڳو‘ شروع ڪئي. هن اخبار ۽ ان جي ايڊيٽرن، خاص ڪري ف. م. لاشاريءَ، سنڌي سماج ۾ قومي ۽ طبقاتي مسئلن جي شعور کي عام ڪرڻ ۽ سنڌي قوم جا مسئلا جرئت سان حڪومتي ايوانن تائين پهچائڻ ۾ ڀرپور ڪردار ادا ڪيو.

غلام قادر پليجي جو ٺٽي ضلعي جي بااثر شخصيتن ۾ شمار ٿئي ٿو. هن ابتدا ۾ پنهنجي ڀاءُ رسول بخش پليجي سان گڏجي سياست ۾ حصو ورتو. ضياء الحق جي دور ۾ ٻہ دفعا جيل وڃي چڪو آهي. غلام قادر پليجو 1992ع ڌاري پيپلز پارٽيءَ ۾شامل ٿيو ۽ 1993ع ۽ 1997ع جي صوبائي چونڊن ۾ ساڪري- گهوڙاٻاريءَ واري ٽڪ مان ٻہ ڀيرا سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو. هن جي گهرواري اختر بلوچ (جيجي زرينہ جي اڳ ڄائي ڌيءَ)، اُها پهرين نوجوان سنڌي عورت هئي، جيڪا ونيونٽ مخالف تحريڪ دوران جيل وئي ۽ هن جيل ڊائري لکي، جيڪا ’قيدياڻيءَ جي ڊائري‘ عنوان سان سنڌي ۽ اردوءَ ۾ ڇپجي چڪي آهي. غلام قادر پليجي جي نياڻي محترمہ سسئي پليجو هن وقت ثقافت کاتي، حڪومت سنڌ جي سرگرم وزير آهي. غلام قادر پليجي جو سنڌ جي ثقافت، سماجيات ۽ تاريخ سان گهرو لڳاءُ رهيو آهي. سندس شمار ٺٽي ضلعي جي نہ رڳو بااثر شخصيتن ۾ ٿئي ٿو، پر ساڳئي وقت هو علم دوست ۽ روشن خيال شخص بہ آهي. جنهن پنهنجي ٽن نياڻين: سسئي، بختاور ۽ پرهہ کي پڙهائيءَ لاءِ آمريڪا موڪلي، اُن فرسوده سوچ کي ٽوڙيو جيڪا سنڌي عورت کي گهر جي چوديواريءَ تائين محدود رکيو ويٺي آهي. هن جا ٻہ فرزند سرمد لطيف پليجو ۽ اسد پليجو بہ ٻاهران تعليم حاصل ڪري آيا آهن، جن مان اسد لطيف پليجي، قانون (Law) ۾ بئريسٽري ڪئي آهي، جڏهن تہ سرمد پليجي باسٽن يونيورسٽي آمريڪا مان ايڪانامڪس ۽ انٽرنيشنل رليشنس ۾ ڊبل ميجر (Double Major) ڪئي آهي. هن وقت هُن جي ڪراچيءَ ۾ خانگي ميڊيا ڪمپني (ريڊيو اسٽيشن) آهي.

غلام قادر پليجو مهمان نواز ۽ دوست نواز شخص آهي. هو پيشي جي لحاظ کان زميندار ۽ ٺيڪيدار آهي.

**پليجو، مخدوم يعقوب:** مخدوم يعقوب پليجو وقت جو عارف، ستيا پرڳڻي جي ٿاري ڳوٺ (موجوده ٽنڊي ڊويزن) جو رهاڪو هو. هي بيحد سخي ۽ صاحب ڪرامت بزرگ هو. تحفة الڪرام جو مصنف مير علي شير قانع ٺٽوي لکي ٿو تہ: ”ڪنهن سائل اچي مخدوم يعقوب کان سوال ڪيو. مخدوم ان سائل کي چيو تہ وڃي جهنگ مان منهنجي غلام کان مينهن وٺي اچ. سائل غلام کي اچي پيغام ڏنو. غلام ٻڌي ڪيس اهڙي مينهن ڏني، جيڪا هر روز ڇهہ ڪاسا کير ڏيندي هئي. مخدوم يعقوب اها ڳالهہ ٻڌي غلام کي چيو تہ جنهن صورت ۾ منهنجي پڇا ڪانسواءِ تو الله جي نالي بهترين مينهن ڏني آهي، انهيءَ ڪري آئون بہ توکي الله جي راهہ ۾ آزاد ٿو ڪريان ۽ مخدوم يعقوب اها ڳالهہ وڃي پنهنجي گهرواريءَ سان ڪئي. هن اهو سڀ ڪجهہ ٻڌي چيو تہ جڏهن تو اهڙي احسان جي بدلي ۾ غلام کي آزاد ڪيو آهي، تڏهن منهنجا بہ جيڪي اوهان جي مٿان شرعي حق آهن، اهي سڀ بہ معاف ڪيم.“ روايت مشهور آهي تہ هڪ هندو پنهنجي نياڻيءَ جي شاديءَ خاطر مائٽن کان اڌ خرار (10 مڻ) ساريون وٺي ڏڳي تي ڳوٺ نيو پئي آيو. اتفاقاً جڏهن درياهہ تان لنگهيو تہ ٻار هجڻ ڪري ڏڳو سارين سميت وڃي درياهہ ۾ ڪريو ۽ گم ٿي ويو. ان وقت مخدوم يعقوب پڻ اچي اتان لنگهيو ۽ هندوءَ کي ڏڳي ۽ سارين جي ٻڏي وڃڻ جي غم ۾ بيقرار ڏسي چيائينس تہ وڃ، وڃي فلاڻي جاءِ کان ٽُٻي هڻ، اتي توکي هڪ ڪچهري ڏسڻ ۾ ايندي، جيڪو ماڻهو توکي سڀ کان وڏيڪ ڪچهريءَ ۾ رئيس ڏسڻ ۾ اچي، تنهن کي منهنجا سلام چئجانءِ ۽ پوءِ جيڪي گهرندين سو توکي ملي ويندو. مخدوم يعقوب جي حڪم موجب هندو ٽٻي هنئين تہ ڪيس سڪل ميدان ڏسڻ ۾ آيو. هندو اڳتي وڃي ان ڪچهري ۾ تخت تي ويٺل بزرگ هستيءَ کي مخدوم يعقوب جا سلام پهچايا. ان بزرگ پنهنجي خدمتگارن کي چيو تہ مون توهان کي چيو ڪو نہ ٿي تہ اجهو ٿو يعقوب وٽان ڏڳي ۽ اَن جي گهرڻ لاءِ ماڻهو اچي. بس پوءِ ڏڳو اَن سميت هندوءَ جي حوالي ڪيائون ۽ هن پاڻ کي اوچتو ئي اوچتو ڪناري تي بيٺل ڏٺو. مشهور آهي تہ اهو هندو انهيءَ اناج جي ذريعي وڏي هلندي پڄنديءَ وارو ٿي پيو ۽ هميشہ لاءِ اهو مخدوم يعقوب جو خادم ٿي ويو“. مخدوم يعقوب مرزا شاهہ حسن ارغون (902هہ/1496ع) جو همعصر هو ۽ نائين صدي هجريءَ جي ولين مان هو.

**پلي، حاجي:** حاجي پلي، پلي قبيلي جي ’سومريجا پاڙي‘ مان هو. هي بزرگ ڳوٺ سيڙي تعلقي عمرڪوٽ جو رهاڪو هو. سندس ولادت 1733ع ڌاري ٿي. لوڪ ادب جي گهڻو ڪري سمورين صنفن تي سندس شاعري ڪيل آهي. سندس بيت طويل ۽ نڙ بيتن جي نموني تي چيل آهن، جن کي نَڙائي ڳائيندا آهن. حاجي پليءَ، 1813ع ڌاري پنهنجي ڳوٺ سيڙيءَ ۾ وفات ڪئي.

**پلي حاجي محمد عالم، وڏيرو:** حاجي محمد عالم پلي انگريزن جي دور جو اهم ماڻهو هو. حاجي محمد عالم همت وارو ۽ حوصلي مند انسان هو. انگريز سرڪار ڪيس بمبئيءَ کان ڪراچي اينڊ ٿرپال جي جٿن جو نگران مقرر ڪيو هو. انهيءَ دور ۾ اها تمام اهم ڳالهہ هئي ۽ ٿرپال جي سنڀال لاءِ وڏي جرئت ۽ همت جي ضرورت هئي. انگريز سرڪار پاران حاجي محمد عالم جي سهوليت لاءِ عمرڪوٽ کان ڇموريءَ جي ڳوٺ وٽان، حاجي محمد عالم

جي ڳوٺ ڏانهن خصوصي طور ٽپال جو رستو موڙيو ويو. هن رستي جا آثار ۽ اهڃاڻ اڃا بہ ڪن جاين تي موجود آهن. ريڻي نديءَ جي ٻوڏ کان بچاءَ لاءِ انگريز دؤر ۾ هڪ وڏو بچاءُ بند ٻڌايو ويو. جيڪو هن وقت بہ ڇتوري ۽ اڪڙي شهرن جي ڏکڻ طرف ساماري شهر ڏانهن موجود آهي. هن بند جي تعمير جو انچارج بہ حاجي محمد عالم پلي هو. سندس انتظامي صلاحيتن سبب کيس ڪيترين ئي لونگين، تلوارن، ۽ سَنَدن سان نوازيو ويو.

1887ع ۾ عمرڪوٽ ۾ انگريز سرڪار جي ملهايل 'جوبلي' تقريب ۾ حاجي محمد عالم پليءَ کي خصوصي طور راڻي وڪٽوريہ طرفان مدعو ڪيو ويو ۽ وائسراءِ جي معرفت راڻي وڪٽوريہ جو خصوصي 'آفرين نامو' کيس پهچايو ويو. حاجي محمد عالم جو اڪيلو فرزند محمد صالح پنهنجي دؤر جو بئنچ مئجسٽريٽ هو. حاجي محمد عالم پلي سال 1908ع ۾ وفات ڪئي. سندن تربت ڊيهي جي ڳوٺ ۾ آهي.

**پلي، حاجي منٺار**: حاجي منٺار ولد ڄام پلي، 'درس پليءَ' جي وڏي پٽ 'پيرج پليءَ' جي اولاد مان 'حسناڻي' پاڙي مان هو. حاجي منٺار جي ولادت 1862ع/ 1279هه ڌاري ڳوٺ ڳموري تعلقي عمرڪوٽ ۾ ٿي. سير ۽ سياحت جو شوقين، گهوڙي سواريءَ جو ماهر ۽ گهوڙن جي بيمارين جو پنهنجي تَر ۾ وڏو ڄاڻو هو. هي سماٽ نسل جي ذاتين جي راڄوَنديءَ ۽ ريتن رسمن بابت بہ وڏي مهارت رکندو هو. حاجي منٺار پليءَ جي شاعري اڪثر واقعاتي آهي، جنهن ۾ مزاح، مناظرا، نصيحت ۽ هِجوَ وغيره جا مضمون شامل آهن. سال 1941ع ۾، پنهنجي ڳوٺ ڳموريءَ ۾ وفات ڪيائين.

**پلي، حافظ در محمد**: حافظ در محمد ولد علي محمد پلي، عمرڪوٽ تعلقي جو مشهور عوامي شاعر ٿي گذريو آهي. سندس ولادت 1892ع ۾ ٿي. کيس عربي ۽ فارسي زبانن تي عبور حاصل هو. گهڻو عرصو درس ۽ تدريس ڪندي گذاريائين. هن جي صحبتي شاعرن ۾ نامور شاعر- منٺار فقير راڄڙ، مل محمود پلي ۽ محمد هاشم 'مخلص' اچي وڃن ٿا. هن 1940ع ڌاري وفات ڪئي. سندس شاعري بيتن، واين، ڪافين، نظمن، مناقبن، مناظرن، ٽيهہ اکرين، مولودن ۽ مداحن تي مشتمل آهي. هن جي ڪلام جو مڪمل رسالو محمد يوسفاڻيءَ ترتيب ڏنو آهي.

**پلي، خانصاحب عطا محمد**: خانصاحب عطا محمد پلي ولد عبدالحڪيم



پلي، عمرڪوٽ ضلعي جو مشهور زميندار ۽ وڏو ماڻهو ٿي گذريو آهي. سندس ولادت 1898ع ۾ ٿي. هن وٽ انگريز دور جا ڪيترائي آفرين ناما، لونگيون ۽ تلوارون موجود هيون. کيس انگريز سرڪار خانبهادر ۽ خانصاحب جا لقب ڏنا هئا، پر بعد ۾ جناح صاحب جي اپيل تي خانبهادر جو ٽائيٽل انگريز سرڪار کي واپس ڪيائين ۽ پوءِ ڪڏهن بہ خانبهادر نہ سڏايو. انگريز سرڪار جي ايترين سَنَدن باوجود، جڏهن هن شينهن مڙس تي 'سام جهلڻ' جي ويل آئي ۽ ڳوٺ ٽالهي جوٽيجي جي 'حرن' جون نياڻيون، حُر تحريڪ دوران سام ٿي، خانصاحب وٽ پهتيون، تہ هن ڏهيسر مڙس نہ صرف سامن جو آڌرڀاءُ ڪيو، پر انگريز آفيسر تي پستول تاڻي بيهي رهيو تہ هي 'سامون' آهن، پهرين سر ڏبو، پوءِ يا نصيب! هيءُ سچو واقعو مرحوم محمد عثمان ڏيپلائيءَ پنهنجي ناول 'سانگهڙ' ۾ 15 صفحن تي ڏنو آهي.

خانصاحب عطا محمد پلي، ضلعي اسڪول بورڊ ٿرپارڪر جو چيئرمئن بہ هو. سندس دوستن ۾ صوفي قلندر بخش شهيد ۽ مير علي نواز 'ناز' خاص هئا. خانصاحب عطا محمد يڪ سخن ۽ پنهنجي اصولن جو پڪو انسان هو. خانصاحب عطا محمد پليءَ کي چار فرزند: خانصاحب عبدالرحمٰن پلي، عبدالڪريم پلي، راڄ محمد 'جمال' پلي ۽ ولي محمد 'وفا' پلي ٿيا. پلي صاحب 1955ع ۾ وفات ڪئي.

**پلي، خليفو محمد امين 'درس'**: شاعر ۽ محقق محمد امين پليءَ جو اصل نالو محمد قابل پلي هو. هن 9 سيپٽمبر 1907ع تي خليفي محمد چٽل جي گهر ۾ جنم ورتو. ننڍي عمر ۾ ئي والد وفات ڪري ويس، ان ڪري هڪ ايمي قرآن مجيد ۽ پنج سبق سنڌي ٻاراڻي ڪان وڌيڪ پڙهي نہ سگهيو. ننڍپڻ کان ئي کيس ميلا ملاکڙا گهمڻ ۽ نڙائي، سرندائي، ڪافين ۽ يڪتاري وارا ڳائڻا ٻڌڻ جو شوق هو. جوانيءَ ۾ کيس هڪ اهڙو واقعو پيش آيو جو پڙهڻ جو ارادو ڪيائين. اول سنڌي خوب پڙهيائين ۽ پوءِ اردو پڙهڻ بہ سکي ويو. ڪجهہ وقت کان پوءِ جڏهن سنڌي ۽ اردو لکڻ ۽ پڙهڻ جي قابل ٿيو تہ شاعري ڪرڻ شروع ڪيائين. هو شاعريءَ ۾ وقت جي وڏن عالمن ۽ شاعرن- محمد هاشم 'مخلص'، 'خليق' مورائي، نور محمد نظاماڻي ۽ مولانا 'وفائيءَ' کان ٽپال رستي اصلاح وٺندو هو. شاعريءَ ۾ تخلص 'درس' استعمال ڪيائين ۽ سندس ڪنيت 'ابو شير' هئي. ان وقت ملڪي سياست ۾ بہ ڪجهہ وقت لاءِ ڀهرو ورتائين. سرڪار کيس بينچ مئجسٽريٽ مقرر ڪيو. خليفو صاحب تاريخ جو عالم هو ۽ اسلامي تاريخ بابت کيس وڏي معلومات هئي. وٽس هڪ وڏي لائبرري هئي، جيڪا اڄ بہ موجود آهي، ۽ ان ۾ ڪيترا ناياب ڪتاب آهن. سنڌ جا ڪيترا محقق سندس لائبريريءَ مان فائدو وٺندا رهيا آهن. خليفي محمد امين درس جا هيٺيان ڪتاب لکيل آهن:

(1) 'ديوان درس' (ڪلام جو مڪمل بياض)، (2) 'فرس نامو' (گهوڙن جي شناخت ۽ علاج بابت نظم)، (3) 'فتح نامو اسلام' (جنهن ۾ حضور پاڪ ﷺ جي هجرت کان وٺي جنگ بدر، احد، خندق، واقع بيرالالم، شهادت ابن خباب تائين رزميہ ڪلام شامل آهي)، (4) 'واقعات عالم' (جنهن ۾ قديم دور جا عجيب واقعا لکيل آهن)، (5) 'حيات جمال الدين'، (6) 'سوزِ سسئي' (خليفي نبي بخش جي طرز تي لکيل)، (7) 'اخلاق پسنديده' (نصيحت آميز نڪتا)، (8) 'يادگيريون' (پنهنجون ۽ تر جي نامور ماڻهن جون يادگيريون)، (9) 'چوڪون ۽ چهنڊڙيون'، (10) 'خلفاءِ غوثيہ'، (11) 'پلي ذات جو اصل نسل'، (12) 'شاهنامہ اسلام' (منظوم سنڌي ترجمو)، (13) 'هاشمي مهاجر'، (14) 'انشاءِ درس' (خط). سندس هڪ ڪتاب 'خلفاءِ غوثيہ' وڌيڪ مشهور آهي.

خليفي محمد امين درس، 4 نومبر 1957ع تي وفات ڪئي.

**پلي درويش**: درس پلي درويش ولد درويش پاڻو ولد ڪرن، ساگري درياهه جي ڪناري سان موجوده ٽنڊي الهيار تعلقي جي ايراضيءَ وڏا ڏاڏون ۾ رهندو هو. سندس ستين پيڙهيءَ ۾ ڄام هالو هو جنهن سومرن جي آخري بادشاهه همير سومري سان جنگ ڪئي هئي ۽ همير ڪي شڪست آئي. ڄام هالي جي مزار ڪاچيلي اسٽيشن (ميرپورخاص) لڳ 'سوڌا ڀوڙ' جي پرسان آهي ۽ ڪيس 'هالو پير' ڪري چون ٿا.

درويش درس پلي ذات جو سمو هو، سندس ڏنڌو درس ۽ تدريس هو. ڪيس دهلي سلطنت طرفان 'روپاهه' جي جاگير (موجوده: جهنڊو مري، ٽنڊوالهيار) مليل هئي، جتي سندس شاندار مدرسو هلندو هو. درويش درس پلي نه صرف مدرس هو پر وڏيءَ ولايت جو صاحب به هو هو شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ واري جو همعصر ۽ صحبتي هو. سندس صحبت شيخ پرڪيي ڪاتيار، ڳاڙهي صدر ۽ ميين ونهيين ٽيبي سان به هئي. روايت آهي ته هنن بزرگن سان سندس ڪشف ۽ ڪرامت جون جهڙپون به ٿينديون هيون. درويش درس پلي، غوث بهاءُ الدين زڪريا ملتانيءَ جي گاديءَ وارن جو مريد ۽ خليفو هو. پاڻ 3 رمضان المبارڪ 967هه/1559ع تي وفات ڪيائين. سندس آخري آرامگاهه 'مشائخ هوٽيءَ' جي قبرستان (لڳ ٽنڊي آدم) ۾ آهي، جتي مشائخن جي ميلي سان گڏ سندس ساليانو عرس پڻ ملهائجي ٿو.

درس پلي، سماٽ جي سپوت شخصن مان هو جنهنڪري سندس اولاد پَلي ذات جي نالي سان ڪوٺيو ويو. ڪيس پنج پٽ ۽ هڪ نياڻي هئي. سندس پنجن پٽن جا نالا هي هئا: (1) پيرج، (2) احمد، (3) محمد، (4) صديق ۽ (5) ويسو. انهن نالن سان هن وقت پنجن پاڙن (1) پيرج، (2) سومريجا (سومرو ولد احمد)، (3) حميدجا (عبدالحميد ولد محمد)، (4) صديقجا ۽ (5) ويسا ۾ ورهايل آهي. پيرج وڏو پاڙو ۽ درس پليءَ جا پڳدار آهن.

**پلي، راڄ محمد**: نامور شاعر ۽ اديب راڄ محمد پليءَ جو اصل نالو عبدالرحيم هو پر هو راڄ محمد پليءَ جي نالي سان مشهور هو هن خانصاحب عطا محمد پليءَ جي گهر ۾، 27 آگسٽ 1940ع تي، ڳوٺ عطا محمد پليءَ ۾ جنم ورتو. پرائمري ۽ انگريزي تعليم ڪنهن اسڪول يا مدرسي مان حاصل نه ڪيائين، پر پنهنجي والد جي سايي هيٺ سنڌي ۽ انگريزيءَ جي معمولي تعليم حاصل ڪيائين. ڪجهه عرصي بعد اورينٽل ڪاليج حيدرآباد ۾ وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ داخلا ورتائين. هي ارادي



جو مضبوط شخص هو شاعريءَ ۾ سندن ڪافيون تمام اعليٰ معيار جون آهن. راڄ محمد پليءَ، صوفي صادق فقير سومري بابت وڏو تحقيقي ڪم ڪيو. سندس انهن مقالن کي ترتيب ڏئي، ڊاڪٽر اسد جمال پليءَ ڪتاب 'وڙهيا، واڳيا، واپريا' جي عنوان سان 'اداره نواءِ ادب' عمرڪوٽ طرفان ڇپائي پڌرو ڪيو. راڄ محمد پليءَ جو 'اداره نواءِ ادب' جي قيام ۾ پنهنجي ڀاءُ عبدالڪريم پليءَ سان گڏ اهم ڪردار رهيو ۽ پاڻ ان جو ڊائريڪٽر هو سندس دور ۾ اداره نواءِ ادب پاران به ڪتاب: 'وٽجارن وايون' (مرتب عبدالڪريم پلي) ۽ 'لُونءِ لُونءِ منجهه لغار' (وفا پليءَ جي شاعري) ڇپجي پڌرا ٿيا.

راڄ محمد پليءَ جي وفات 1991ع ۾ ٿي.

**پلي، رحم علي**: رحم علي ولد خير محمد پلي، ڳوٺ لطف الله حسناڻي پلي، تعلقي عمرڪوٽ جو رهواسي هو زميندار هئڻ سان گڏ صحافت ۾ ڪافي حصو ورتائين. 'الوحيد' اخبار جو اسسٽنٽ ايڊيٽر ۽ ڪجهه وقت انچارج ايڊيٽر به رهيو صوفي صادق سومري جي پوئين، صوفي فقير روشن الدين جو ڪجهه وقت لاءِ مئنيجر به رهيو صوفي روشن الدين جي صحبت ۾، سندس ان دؤر جي اهم سياسي شخصيتن سان ڪافي ملاقاتون ٿيون، خاص ڪري 'هارون خاندان' ۽ 'ولي پاٽي خاندان' جي فردن سان سندس ويجها لاڳاپا قائم رهيا. رحم علي پليءَ جي سياسي ۽ سماجي مضمونن جو هڪ مجموعو، نامور اديب معمور يوسفاڻيءَ جي لائبريريءَ ۾ موجود آهي. رحم علي پليءَ، 1951ع ۾ وفات ڪئي.

**پلي، رحيمڏنو**: رحيمڏنو پلي، 'سومريجن پلين' جي الياساڻي پاڙي مان ۽ تعلقي عمرڪوٽ جي ديهه ڪنرجو رهاڪو هو. ڪلهوڙن جي دور ۾ بيت جي سٺن شاعرن ۾ شمار ٿيندو هو. سندس ڪلام جي مضمونن ۾: نعت، ياد، اُميد، جوانيءَ جون پڪارون، گهوڙها ڳاڙڻ ۽ نصيحت جا موضوع ملن ٿا. رحيمڏني پليءَ جي اولاد مان ڪيترا فرد ڳوٺ 'ڪاري پلي' جي ويجهو رهن ٿا ۽ 'جمال پليءَ' وارا پلي مشهور آهن.

**پلي، سالار**: سالار پلي ڪلهوڙن جي آخري ۽ ميرن جي اوائلي دؤر جو شاعر هو. هي تعلقي عمرڪوٽ جي سومريجن پلين جي 'الياساڻي' نُک مان هو. هي شاعر هئڻ سان گڏ عالم شخص به هو هن جو پٽ دوسو ۽ پوٽو ڇُتو، ڪنهن جهيڙي ۾ مارجي ويا، جنهنڪري سالار پليءَ جو نسل ختم ٿي ويو. سالار پلي بيت جو سٺو شاعر هو. سندس بيتن ۾ عام بيتن کان سواءِ 'ستن راتين جا بيت' به ملن ٿا، جيڪي طويل بيتن ۾ شمار ٿين ٿا. هن جي ڪلام ۾ عاجزي، ويچارگي، سوز، هجر ۽ غم ۽ فراق جون آهون دانهون ملن ٿيون.

**پلي، سگهڙ محمد عالم**: سگهڙ محمد عالم پلي، موجوده تعلقي ڪوٽ غلام محمد جو رهاڪو هو. هن جي زندگيءَ بابت ايتري معلومات ملي ٿي ته هُو ديهه ڀورجي، ديناڳاڻ ۽ سگهه ۾ رهيو ۽ سٺو عوامي شاعر هو. خليفي ڇُتي درس جو هم سبق هو. مولوي محمد علي پناڻ سندس استاد هو. سندس پٽ محمد عمر ۽ پوٽو محمد صديق به شاعر هئا. افسوس، سگهڙ محمد عالم جو ڪلام محفوظ رهي نه سگهيو. سندس صرف هڪ طويل بيت ملي ٿو، جيڪو هن غلام حسين مغل جي ڪلام "مارائي کي ميار" جي جواب ۾ لکيو هو.

**پلي، شمس الدين**: شمس الدين پلي ولد دلدار عرف دِلو پلي، ڳوٺ دِلو پليءَ، تعلقي عمرڪوٽ ۾ 1913ع ڄاري ڄائو. سٺو شاعر هو. شاعريءَ ۾ سندس استاد ايوب فقير آريسر هو شمس الدين پليءَ، جواني زماني سازيءَ ۾ گذاري ۽ پوءِ فقيريءَ ڏانهن راغب ٿيو سندس ڪلام ڪافين ۽ بيتن تي مشتمل آهي، جنهن تي سرمدي ۽ صوفياڻو رنگ غالب آهي. سٺ واري ڏهاڪي ۾ وفات ڪيائين.

**پلي، صابر**: صابر پلي، 'سومريجن پلين' جي 'سائين ڏناڻي' پاڙي مان هو هن ضلعي عمرڪوٽ جي ڳوٺ جانهيري ۾، 1811ع ڌاري جنم ورتو. زندگيءَ جو ڪجهه عرصو ننگرپارڪر ۾ گذاريائين. پنهنجي دؤر جو برجستو سگهڙ شاعر هو. ڪيس ٻين شاعرن جو ڪلام به وڏي تعداد ۾ ياد هو ٿر ۽ مهراڻي ۾ سندس مجازي مام جو قصو 'صابر ۽ نوران' نالي مشهور آهي. تُڪبنديءَ وارن دوهن کان سواءِ سندس بيت وڏي تعداد ۾ ملن ٿا. هن جي وفات 1865ع ڌاري ٿي.

**پلي، طالب**: طالب پلي مشهور شاعر مل محمود پليءَ جو فرزند هو ۽ ڳوٺ حاجي عبداللطيف پلي، تعلقي عمرڪوٽ ۾ 1330هه/ 1911ع ڌاري ڄائو. مڪتب جي نصابي تعليم حاصل ڪيائين. شاعري ڪيس پنهنجي والد کان ورثي ۾ ملي. ٽُڪبنديءَ جو ماهر هو. سندس ڪلام، مولودن، بيتن، مداحن، ڪافين ۽ ٿيهه اکرين تي مشتمل آهي. ڦوهه جوانيءَ ۾ 1361هه/ 1942ع ڌاري وفات ڪيائين. سندس تربت 'رام جاڳو' قبرستان ۾ آهي. طالب پليءَ جي ڪلام ۽ سوانح تي جان محمد بنگلاڻيءَ، ايم. اي سنڌيءَ جو مونوگراف لکيو آهي، جيڪو سنڌي شعبي، سنڌ يونيورسٽي ڄام شوري ۾ محفوظ آهي.

**پلي، عبدالخالق 'عبد'**: مولوي عبدالخالق 'عبد' پلي ولد حاجي محمد يوسف پلي، ڳوٺ ڪيرل، تعلقي عمرڪوٽ ۾ 1915ع ۾ ڄائو. مولانا محمد علي جوڻيجي وٽ دستاربندي ڪيائين. پنهنجي چاچي حڪيم حاجي محمد کان طب جو علم به سکيو. سڄي ڄمار مختلف مدرسن ۾ تعليم ۽ تدريس ۾ گذاريائين. وڏو موحد، متقي ۽ پرهيزگار شخص هو. سندس شاگردن ۾ مولانا محمد مبارڪ 'اثيم' پلي، مولوي محمد اسحاق جوڻيجو ۽ سندس پاءُ معمور يوسفاڻي خاص آهن. هن جو سنڌي ۽ فارسي زبانن ۾ ڪلام موجود آهي. سندس لکيل ڪجهه طب جا نسخا ۽ فتوائون به محفوظ آهن. هن 1969ع ۾ وفات ڪئي.

**پلي، عبدالڪريم**: ڪافيءَ ۽ غزل جو نامور شاعر ۽ سياستدان، عبدالڪريم پلي ولد خانصاحب عطا محمد پليءَ 21 آگسٽ 1940ع تي ڳوٺ خانصاحب عطا محمد پلي، تعلقي عمرڪوٽ ۾ ڄائو. پرائمري سنڌي تعليم کان پوءِ جدا جدا مرحلن ۾، سنڌيءَ ۾ اديب فاضل ۽ انگريزيءَ ۾ مئٽرڪ تائين تعليم حاصل ڪيائين. علمي ۽ ادبي رسالن جي مطالعي سندس والد وٽ ٿيندڙ صوفياڻين ڪچهرين ۽ ادب دوستن جي صحبت مان



ڪيس شعر و شاعريءَ جو شوق پيدا ٿيو. سندس شاعريءَ جو ابتدائي دور 1958ع کان شمار ٿئي ٿو جنهن ۾ هن بيت ۽ ڪافيون چيون. 1960ع کان سندس شاعريءَ جو ٻيو دور شروع ٿئي ٿو جنهن کي 'روايتي دور' چئي سگهجي ٿو ان ئي دور ۾ 'اداره نواءِ ادب' جو قيام عمل ۾ آندائين. علمي رابطن ۾ وسعت آندائين ۽ حيدرآباد جي اعليٰ علمي ۽ ادبي حلقي ۾ متعارف ٿيو طرحي ۽ غير طرحي مشاعرن ۽ ادبي ڪانفرنسن ۾ شريڪ ٿيو. ان ئي زماني ۾ پلي صاحب تماهي مهراڻ ۽ ٻين رسالن ۾ ڇپجڻ شروع ٿيو اتان ئي سندس شاعريءَ جو علحده مقام شروع ٿيو اِئين اڳتي هلي عبدالڪريم پلي اوچ ڪوٽيءَ جو شاعر ثابت ٿيو سندن فن ۾ جديد ۽ قديم فن جو امتزاج آهي. ڪيس غزل، بيت، وائيءَ ۽ ڪافيءَ تي استادانه دسترس حاصل هئي. مولانا غلام محمد گراميءَ جي راءِ موجب، "ڪريم پليءَ جو فن، پنهنجي سادي ۽ سليس، جاذب ۽ دلڪش اسلوب ۾، رنگينيءَ ۽ رعنائيءَ جي نقط آفرين دنيا رکي ٿو مختصر بحرن ۾، مختصر ترڪيبن ۾، مختصر خيالن ۾ ۽ مختصر لفظن ۾، هڪ معنيٰ آفرين، تنقيدي ۽ دل چيندڙ احساس، جذبات جي عڪاسيءَ، تاثرات جي تلخيءَ ۽ مشاهدي جي حقيقت آفرينيءَ مان واضح ٿئي ٿو ته هن شاعر ۾ هڪ باڪمال شاعر جو روح آهي. ڪريم پنهنجي مختصر نويسيءَ ۾، لفظن جي صحت ۽ خيالن جي ندرت، بيان جي رنگيني ۽ جذبي جي ترجمانيءَ ڪي ان معيار ۾ مقام تي پهچايو آهي، جيئن پراڻو ۽ پائمال مضمون به نئون ۽ دل آويز پيو محسوس ٿئي.

ڪريم جي فن ۾ محض روايت ناهي، پر ان سان گڏ اصليت ۽ افاديت به آهي. سندس هر خيال، زندگيءَ جي ڪنهن نه ڪنهن مسئلي جي ترجماني ڪري ٿو. وٽس هجرو وصال جا افسانا ۽ زلف و اَبرو جا داستان به ملندا ته ان سان گڏ، طبقاتي ڪشمڪش به ملي ٿي ۽ ترقي پسند فڪر جي باغيانه علامت به ملي ٿي، جن ڪي ڏسي پيشنگوئي ڪري سگهجي ٿي ته مشق، رياض، مطالعي ۽ اصلاح سان، ڪڏهن هي شاعر، چوٽيءَ جي شاعرن ۾ مقام حاصل ڪندو. (تماهي مهراڻ، شاعر نمبر 1969). گرامي صاحب جي راءِ مُنديءَ تي ٺڪ ثابت ٿي.

ڪريم پلي موسيقيءَ جو وڏو ڄاڻو ۽ چاهيندڙ هو. مشهور فنڪارن: استاد منظور علي خان، ڊول فقير، عابده پروين، استاد غلام قادر، استاد شادي فقير، سينگار علي سليم ۽ استاد شفيع فير، فقير ڪريم پليءَ جون ڪافيون ۽ غزل خوب ڳايا آهن، جن ڪي وڏي مقبوليت علمي، ادبي توڙي عوامي حلقن ۾ وڏي مقبوليت حاصل ٿي. سندس شاعريءَ جا ٻه ڪتاب 'ڪيا سانگ سانوڻ' (مرتب: ڊاڪٽر اسد جمال پلي، اپريل 1999ع) ۽ 'چنڊ جهڙا پرين' (مرتب: ڊاڪٽر اسد جمال پلي، اپريل 1999ع) ڇپيل آهن. ان کانسواءِ ڪريم صاحب جو سنڌي ڪافيءَ جي شاعرن تي هڪ ڪتاب 'وڻجارن وايون' (1961ع) ترتيب ڏئي ڇپايل آهي.

عبدالڪريم پلي، عمرڪوٽ ضلعي جو وڏو زميندار هئڻ سان گڏ اعليٰ مقام جي سماجي ۽ سياسي شخصيت شمار ٿيندو هو. 1967ع ۾ يونين ڪائونسل عطا محمد پليءَ جو چيئرمئن ٿيو. پلي صاحب 1970ع ۾ صوبائي اسيمبليءَ جو آزاد اُميدوار طور ميمبر منتخب ٿيو. ان کان پوءِ مخدوم محمد زمان طالب المولیٰ جي راءِ سان پيپلز پارٽيءَ ۾ شامل ٿيو ۽ 1976ع ۾ ٻيو دفعو صوبائي اسيمبلي سنڌ جو ميمبر ٿيو.

ڪريم پلي وڏو علم ۽ ادب دوست شخص هو. وٽس سنڌ جي ناميارن اديبن ۽ شاعرن جون هميشه محفلون مچنديون هيون. ان ۾ سنڌي توڙي اردو شاعر ۽ اديب شامل هوندا هئا. هو هڪ وضع دار، محبتي ۽ علم ادب جو قدردان شخص هو. سندس زندگيءَ جو هر رخ متوازن ۽ انساني اعليٰ قدرن جو نمونو هو. هن خوبصورت شاعر ۽ اهل دل شخص، 4 نومبر 1991ع تي حيدرآباد ۾ وفات ڪئي.

**پلي، عبن فقير دهلڙيءَ وارو**: عبن فقير ولد گل فقير پلي، ڪلهوڙن جي دور جو مشهور مجذوب فقير ٿي گذريو آهي. هو مخدوم عبدالرحمان عرف 'رام جاڳي' جو مريد هو هن ميان نور محمد ڪيرٽي ۽ مخدوم حافظ عبدالحميد پلي ڪيجڙياريءَ واري وٽ مذهبي تعليم حاصل ڪئي. عبن فقير جا پاراتي جا بيت مشهور آهن. عام ماڻهن وٽ سندس ڪيترين ڪرامتن جون روايتون مشهور آهن. سندس عمر سؤ سالن کان مٿي هئي. عام ماڻهن وٽ اها به روايت آهي ته هن جي پاراتي سان ميان نور محمد ڪلهوڙي

جي حڪومت جو خاتمو آيو ۽ خانپور جو شهر ڦٽو. عوامي شاعر سيد راضي شاهه لڪياري، نئون ڪوٽ وارو ننڍيءَ عمر ۾ عبن فقير پليءَ جو صحبتي رهيو هو.

**پلي، عزيز**: سنڌ يونيورسٽيءَ جي انگريزي شعبي جي استاد ۽ ناميارين ليکڪ، پروفيسر عزيز پلي، 2- مارچ 1960ع تي ڳوٺ منعم پلي، ضلعي عمرڪوٽ ۾ جنم ورتو.



پرائمري تعليم پنهنجي ڳوٺ مان ئي حاصل ڪيائين. هي جڏهن اجا ڇهين درجي ۾ پڙهندو هو تہ کيس ادب مان دلچسپي پيدا ٿي ۽ ٻارن جي رسالن ۾ لکڻ شروع ڪيائين. هن 1985ع ڌاري سنڌ يونيورسٽيءَ مان انگريزي ادب مان ايم. اي ڪئي ۽ ترت ئي سنڌ يونيورسٽيءَ جي انگريزي شعبي ۾ ليڪچرار مقرر ٿيو. هي نہ رڳو هڪ سٺو استاد هو پر گڏوگڏ ڏيهي ۽ پرڏيهي ادب، خاص ڪري انگريزي ادب جو وسيع مطالعو رکندو هو. سندس پسند جي صنف 'ناول' هئي. کيس شاهه لطيف سان عشق هو. هن شاهه لطيف ۽ شيڪسپيئر تي تمام گهڻو مطالعو ڪيو ۽ ٻنهي جي تقابلي مطالعي بابت ڪلاس ۾ اڪثر ليڪچر ڏيندو هو.

سادي مزاج رکندڙ عزيز پليءَ جو پنهنجن شاگردن سان هميشہ دوستاڻو رويو هوندو هو. يونيورسٽيءَ ۾ پنجويهن سالن تائين پڙهائيندي پروفيسر جي عهدي تي پهتو، پر سندس مزاج ۽ طبيعت ۾ ساڳي لچڪ ۽ سادگي برقرار رهي.

عزيز پليءَ کي انگريزي ادب سان گڏ فرينچ، اٽالين، روسي ۽ فارسي ادب تي بہ دسترس هئي. هو مختلف وقتن تي اخبارن ۽ رسالن ۾ ڪالم ۽ مضمون لکندو رهندو هو. سماجي، طبقاتي نظام جا ويڇا، عام انسانن جا درد ۽ سندن درد ڪٿائون، هن جي لکڻين جا هميشہ موضوع رهيا. پوئين دور ۾ هو انتهائي منتشر ذهن رهيو. ڪيترا ڏسٽا وائسٽا دوست ساٿس سندس ذهني پريشانين کي ڏسي ڪانئس مُنهن مَٽي ويا، جنهن جو کيس تمام گهڻو ارمان رهيو. هو حساس ۽ جينيئس شخص هو. زماني، ماحول ۽ دوستن جي رويي هُن کي فراريت ۽ مايوسيءَ جي ڌُٻڻ ۾ ڌِڪي ڇڏيو. پوءِ بہ هو جڏهن لکندو هو تہ سندس لکڻيون پڙهندڙن تي ڪافي متاثر ڪنديون هيون.

پروفيسر عزيز پليءَ، 9 نومبر 2009ع تي وفات ڪئي.

**پلي فقير محمد اسماعيل 'قاسم'**: الحاج فقير محمد اسماعيل 'قاسم' پلي، سلطان پليءَ جو فرزند هو ۽ 1891ع ڌاري ڳوٺ 'عطائي پليءَ'



۾ ڄائو. جوانيءَ ۾ سير سفر، شڪار ۽ زمينداريءَ ڏانهن مائل هو. بعد ۾ فقيري، چِلي ڪَشي ۽ مراقبن ۾ گذاريائين. وقت جي مشهور مشائخن سان رهاڻيون ڪيائين. ملتان جي مخدومن جو مريد هو. سندس وڏن خليفن ۾ شمار ٿيندو هو. هن جون پنهنجي دور جي شاعرن- مل محمود پلي، مهدي شاهه ميرواهي، فقير ولي محمد لغاري، محمد فقير کٽياڻ، خوش خير محمد هيسباڻي ۽ صوفي روشن الدين سان ڪافي صحبتون رهيون. سندس شاعري فن ۽ فڪر جي لحاظ کان مٿانهين آهي. 1973ع ۾ وفات ڪيائين. سندس قلمي بياض موجود آهي. سندس سوانح ۽ ڪلام تي دين محمد 'سجاڳ' ايم. اي سنڌيءَ لاءِ مونوگراف لکيو جيڪو سنڌ يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي ۾ موجود آهي ۽ سندس ڪلام جو مڪمل ڪليات، ڊاڪٽر اسد جمال پليءَ مرتب ڪيو آهي.

**پليگ/طاعون/مهامري** (Plague, Black death): هن بيماريءَ جي تاريخ تمام قديم آهي، هن بيماريءَ جو بيان اسان کي توريت (Hebrews Bible (Turah)) ۾ بہ ملي ٿو. تاريخ تي نظر وجهجي ٿي تہ هن بيماريءَ انسانن سان ڪيترا ننڍا توڙي وڏا معرڪا ڪيا آهن، جنهن ۾ هر ڀيري فتح هن ئي بيماريءَ جي ٿي آهي. ماضيءَ ۾ ڪو خوش نصيب مريض هوندو، جيڪو هن بيماريءَ ۾ ورنجي وڃڻ کان پوءِ هن جي چنبي مان آزاد ٿيو هجي، هن بيماريءَ جڏهن بہ منهن ڪڍيو آهي تہ هر ڀيري ڪڏهن هزارن جي تعداد ۾ ڪڏهن تہ لکن جي تعداد ۾ انساني جانيون ٻهاري کڻي ويئي آهي. اهوئي سبب آهي تہ هن بيماريءَ کي مهامري واري بيماري يعني گهڻا ماڻهو مارينڊڙ بيماري بہ چوندا آهن. ماضيءَ ۾ هيءَ بيماري انسانن ۾ ٻن طريقن سان پکڙي آهي، هر هڪ طريقي جي تاريخ جي حوالي سان روشني وجهجي ٿي.

**(1) قدرتي وبا** (Natural Epitdemic): حضرت عيسيٰ عليہ السّلام جي ولادت کان چار سو ٽيهہ (430) سال اڳ ۾ هن بيماريءَ اٿوپيا، لبيا ۽ يونان جي ملڪن ۾ "طاعون" جي نالي سان منهن ڪڍيو. هن بيماريءَ يونان جي هڪ شهر اٿينس (Athens)، جيڪو ان وقت يونان جو وڏي ۾ وڏو شهر ۽ گاديءَ جو هنڌ هو. ان جي آدم شماريءَ جو 1/3 حصو متاثر ڪري اجل جو شڪار ڪيائين. ائين عيسوي سن جي شروع ٿيڻ سان جڏهن هيءَ بيماري (طاعون) ٻيهر اٿوپيا، لبيا، يونان، مصر ۽ شام ۾ پکڙي تہ انهن ملڪن جي ڳوٺن جا ڳوٺ، شهرن جا شهر، هن بيماريءَ خالي ڪري ڇڏيا ۽ لکن جي تعداد ۾ انساني جانيون ڳڙڪائي وئي.

دنيا جي تاريخ ۾ پليگ جي بيماريءَ جيڪا انسانن سان وڏي ويڌن ڪئي، اها عيسوي سن 541 ۽ 542 دوران قسطنطنيہ ۾ ڪئي، جتي ڏهاڙي ڏهن هزارن جي تعداد ۾ ماڻهو موت جو کاج بڻيا هئا. هي بيماري سڄي ملڪ جي جملي 40 سيڪڙو آبادي ڳڙڪائي وئي، انهيءَ ساڳي عرصي دوران هن بيماريءَ اولهہ ميڊيٽرينن وارن ملڪن جي آباديءَ جو حصو موت جي ور چاڙهي ڇڏيو انهيءَ کان پوءِ انساني جانين جو وڌ ۾ وڌ زيان هن بيماريءَ 588ع ڌاري فرانس ۽ وچ يورپ ۾ ڪيو. جتي لڳ ڀڳ هڪ سو ملين ماڻهو هن بيماريءَ جي ور چڙهي ويا. انهيءَ کان پوءِ 561 کان 700ع تائين ڏيڍ صديءَ کان بہ گهڻ عرصي جي وچ ۾ سڄي يورپ جي اڌ آدمشماري هيءَ بيماري ڳڙڪائي وئي. ويهين صديءَ جي شروع ۾ هن بيماريءَ چين ۾ ستن مهينن اندر 60 هزار ماڻهو موت جي ور چاڙهي ڇڏيا. ائين 1994ع ۾ هندستان جي شهر سورت (Surat) ۾ هن بيماريءَ منهن ڪڍيو تہ پاڪستان سميت سڄي هندستان ۾ هائيتال مچي ويو هو.

جيتوڻيڪ سورت ۾ هن بيماريءَ جي وڳهي اچا 70 يا 80 ڪن ماڻهو مئا هئا، پر هن بيماريءَ جي هندستان ۽ سڄي دنيا جي موت جي پراڻي تاريخ جي ڊپ کان سورت جو ٽن لکن جي آباديءَ وارو شهر ڏسندي ڏسندي سڄو خالي ٿي ويو، ماڻهو پنهنجا گهر ڇڏي هندستان جي ٻين شهرن ۾ ٽڙ پکڙ ٿي ويا.

**(2) پليگ هڪ ڪيميائي هٿيار (Plague as biological weapons):** تاريخ ۾ پليگ جي بيماريءَ کي جنگين ۾ ڪيميائي هٿيار طور ڪتب آندو ويو آهي. جنهن جي به هڪ پراڻي ۽ ڊگهي تاريخ آهي. ماضيءَ ۾ گهڻن طريقن سان پليگ جي بيماري هٿرادو طريقي سان مخالفن جي فوج ۾ پکيڙڻ جو طريقيڪار شروع ۾ هيئن هو ته پليگ ۾ مري ويل جانورن جو ڍونڍ (Carcasses) دشمن فوج جي پيئڻ واري پاڻيءَ (رسد واري پاڻيءَ) ۾ اڇلائي پاڻيءَ کي زهريلو بڻايو ويندو هو. جنهن زهريلي پاڻي پيئڻ سان مخالف ڌر جا فوجي يا ته مري ويندا هئا يا انهن ۾ پليگ جي بيماري پکڙجي ويندي هئي، نتيجي ۾ ڪيترا فوجي پليگ جي بيماريءَ ۾ مري ويندا هئا. هن قسم جي تجربي جي شروعات اسان کي تاريخ ۾ قديم چين ۾ ملي ٿي. هان (Han) گهراڻي جو فوجي جنرل هو قوبنگ (Hou Qubing) زئائينگنو گهراڻي (Xiongnu Dynasty) وارن سان جنگ دوران اهڙو روڳي (زهريلو) پاڻي پيئڻ کان پوءِ مري ويو هو. جنهن پاڻيءَ کي زئائينگنو گهراڻي وارن پليگ ۾ ورتل جانور جي ڍونڍ کي پاڻيءَ ۾ اڇلائي روڳي (زهريلو) بڻايو هو. ماضيءَ ۾ هن قسم جو طريقو اسان کي زئائينگنو، تاتاري منگول ۽ ترڪش قومن ۾ عام ملي ٿو. جيڪي جنگين دوران پنهنجي مخالفن جي فوجي رسد واري پاڻيءَ ۾ ڍونڍ اڇلائي پيئڻ جي پاڻيءَ کي زهريلو بڻائيندا هئا.

ڪيميائي هٿيارن طور هيءَ بيماري ماضيءَ ۾ دنيا جي تاريخ ۾ جيڪو وڏي ۾ وڏو ممڻ مچايو ۽ موت بڻجي رڪارڊ راتاها هنيا، اها آهي يورپ ۽ ان جي پرپاسي واري سرزمين. 1347ع ڌاري ڪاري سمنڊ (Black Sea) جي ڪرائميين (Crimean) نالي اپبيٽ ۾ ڪافا (Caffa) نالي وڏو واپاري مرڪز هيو، جتي جنيوا جي واپارين جو قبضو هو. جنيوا جا واپاري هتي پنهنجي ڪٽنبن سميت رهندا هئا. هن اپبيٽ جي واپاري مرڪز تي منگولن جي ڪماندر جاني بيگ محاصرو ڪيو. جيڪو محاصرو گهڻي عرصي تائين هليو. انهيءَ محاصري دوران منگولن جي فوج ۾ نمونيا واري پليگ (Pneumonic Plague) جي بيماري اچي پئي، جنهن ۾ سون جي تعداد ۾ منگولن جا فوجي مري ويا. منگولن فوجي حڪمت عمليءَ تحت فيصلو ڪيو ته پليگ جي بيماريءَ ۾ مئل فوجي لاشن کي جيڪي سڙي ڍونڍ بڻجي ويا هئا، تن جا ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڪاناٽين جي ذريعي ڪافا جي شهر ۾ اڇلائجن ۽ منگولن ائين ئي ڪيو. پنهنجي مئل فوجين جي لاشن جا ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڪاناٽين جي ذريعي ڪافا تي اڇلايا. اها نازڪ صورتحال ڏسي جنيوا جا واپاري پليگ جي بيماريءَ جي ڊپ کان 1347ع جي اونهاري جي آخر ۾ ٽڙ تڪڙ ۾ ٻارهن ٻيڙن ۾ سوار ٿي ڏکڻ يورپ (اٽليءَ) جي طرف وڃي يڳا. انهيءَ ياچ دوران ماڻهن سان گڏ ڪجهه روڳي ڪئا ۽ پسو جيڪي اڳي ئي ٻيڙن ۾ لڪل هئا، اهي به سفر ۾ هليا آيا، تنهن ڪانسواءِ ڪجهه ٻيڙا قافلي مان ٽڙ پکڙ به ٿي ويا. 1347ع جي آڪٽوبر مهيني ۾ ڪجهه ٻيڙا جڏهن مسينا (Messina) جي واپاري بندرگاهه تي پهتا ته روڳي بيماريءَ جي پکڙجڻ جي ڊپ کان مسينا جي آفيسرن ٻيڙن ۾ سوار جنيوا جي واپارين کي ٻيڙن کان هيٺ لهڻ نه ڏنو ۽ ٻيڙا به ڏينهن بندرگاهه تي بند لڳا پيا هئا، پر مسينا جا آفيسر روڳي ڪئن ۽ پسن تي ڪو به ظابطو آڻي نه سگهيا. اهي روڳي ڪئا ۽ پسو مسينا جي شهري آباديءَ ۾ پکڙجي ويا. نتيجي ۾ هتي نمونيا واري پليگ پکڙي ته مسينا جي اڌ آبادي اجل جو شڪار بڻجي وئي.


پليگ متاثر

1347ع جي آخر ۾ پليگ متاثر ماڻهن جا پريل ٻيڙا جڏهن مسينا کان اٽليءَ پهتا ته اٽليءَ ۾ به اها بيماري پکڙي، جنهن ۾ هڪ اندازي موجب اٽليءَ جي اڌ آبادي اجل جو شڪار ٿي وئي. 1347ع ۾ ڪجهه پوئتي رهيل ٻيڙا فرانس پهتا، جتي وڌ ۾ وڌ هيءَ بيماري پئرس (Paris) ۾ پکڙي، جتان پوءِ ڏکڻ جرمنيءَ ۽ ڏسندي ڏسندي سڄي يورپ ۾ پکڙجي وئي، جتي هن بيماريءَ سڄي يورپ جي آبادين جون آباديون ماري چٽ ڪري ڇڏيون. اهو ئي سبب آهي جو يورپ جي تاريخ ۾ هن بيماريءَ کي مهامري (Great dying disease) جي نالي سان ڪوٺيو ويندو آهي. اڄ به يورپ وارا اينٿراڪس (ٻلهاڙي: Anthrax) جي بيماريءَ کان ايترو ڪو نه ڊڄندا آهن. جيترو پليگ جي بيماريءَ کان ڊڄندا آهن. 1348ع ۾ سڄي يورپ جي آدمشماري 4 ڪروڙ هئي، جنهن مان اڍائي ڪروڙ ماڻهو هن بيماريءَ ماري ڇڏيا.

1348ع جي ڊسمبر ۾ هيءَ بيماري يورپ جي ملڪن کان پوءِ برطانيا ڏي رخ ڪيو، جتي ڦهريائين اتر لنڊن ۾ پکڙي پوءِ سڄي انگلينڊ ۾ پکڙجي وئي، چيو وڃي ٿو ته ان وقت سڄي انگلينڊ جي آدمشماري 04 لک (4 ملين) هئي، جيڪا اڍائي سالن ۾ سڄي آدم شماريءَ جو ٽيون 1/3 حصو هن بيماريءَ ڪري موت جي ور چڙهي ويو.

هينئر به دنيا جي ڪيترن ملڪن ۾ ڪنهن نه ڪنهن قسم جي پليگ جي بيماري موجود آهي، جيئن مڊگاسڪر، تنزانيا، برازيل، برما، پيرو ۽ ويٽ نام وغيره، پر هيءَ بيماري هاڻي وبائي صورت ۾ ڪانهي، ايڪڙ ٻيڪڙ ماڻهن کي ضرور ٿئي ٿي. هن بيماريءَ جي وبائي صورت اختيار نه ڪرڻ جو وڏو سبب اهو آهي ته ميڊيڪل سائنس جي گهڻن شعبن ۾ هاڻي اهڙيون دوائون ۽ ويڪسين (ٽيڪا) موجود آهن، جيڪي هن بيماريءَ جي ٽيڪ کان اڳ ۾ به احتياطي اپائن طور ڪتب اچن ٿيون ۽ بيماري گهٽ ٿئي ٿي، پر جتي ٿئي ٿي ته مريض بيماريءَ مان چڙهي وڃي ٿو.

**(الف) بيماريءَ جي ٽيڙ جا سبب (Aetiology):** پليگ جي بيماري تمام تڪڙي پکڙجندڙ (Epidemic) ۽ گهڻي وچڙندڙ بيماري آهي، هيءَ بيماري يرسينا نالي جيوڙي (Yersinia Pestis) (جنهن جيوڙي جو ٻيو نالو پاسٽيوريلا جيوڙو (Pasteverella Pestis) آهي) جي ڪري ٿيندي آهي ۽ پکڙبي بہ آهي، يعني پليگ جي بيماريءَ جي ٽيڙ جو ڪارڻ يرسينيا پاسٽيوريلا جيوڙو آهي. بنيادي طرح هي جيوڙو ڪوئي جي هڪ قسم، جنهن کي (Rodent) چئبو آهي، (جيڪو ڪُئو رنگ جو بلڪل ڪارو ٿيندو آهي) کي پليگ ڪري وجهندو آهي، هي جيوڙو ڪوئي ۾ ٽن طريقن سان پليگ جو روڳ پيدا ڪندو آهي، هڪ تہ هوا جي ذريعي اڏامي ڪوئي جي جسم ۾ داخل ٿي ڪوئي ۾ پليگ جي بيماري پيدا ڪري وجهندو آهي، ٻيو ذريعو هي آهي تہ خود پليگ جو جيوڙو ڪوئي کي چڪ هڻي پليگ ڪري وجهندو آهي، ٽيون جيڪو وڏي ۾ وڏو ذريعو (سبب) آهي، اهو آهي تہ پسو (ڪارڙو) جيت (Flea: جنهن جيت کي جيتن جي علم ۾ Xenopsylla cheopis چئبو آهي) ڪوئي کي چڪ هڻي ڪوئي ۾ پليگ جو جيوڙو داخل ڪري ڪوئي کي روڳي ڪري وجهندو آهي، نہ رڳو ايترو پر پسو، پليگ جا جيوڙا هڪ ڪوئي کان ٻئي ڪوئي تائين پهچائي صحتمند ڪوئي کي بہ روڳي ڪري وجهندو آهي. هاڻي جڏهن روڳي ڪوئو پليگ وگهي مري ويندو آهي تہ مئل ڪوئي مان پليگ جا جيوڙا انسانن تائين ٻن طريقن سان انساني جسم ۾ داخل ٿي پليگ جي بيماري ڪري وجهن ٿا، هڪ تہ هوا جي ذريعي اڏامي (Aerosols) ماڻهوءَ جي ساهہ کڻڻ دوران پليگ جو جيوڙو ماڻهن جي جسم (ڦڦڙن) ۾ داخل ٿي پليگ جي بيماري ڪري وجهي ٿو. ٻيو ذريعو پسو (ڪارڙو) (Flea) آهي، جيڪو مئل ڪوئي مان پليگ جو جيوڙو ماڻهن جي جسم ۾ داخل ڪري پليگ جو روڳ ڪري وجهندو آهي. روڳي پسو ٻهرائين جهنگلي ڪوئي تي حملو ڪري انهيءَ ڪوئي ۾ پليگ جي بيماري ڪري وجهندو آهي ۽ جهنگلي ڪوئن ۾ پليگ جي بيماري پکيڙيندو آهي، جتان پوءِ پليگ جي بيماري انسانن ۾ پکيڙيندو آهي، ائين چئجي تہ پليگ جي بيماري ٻهرائين جهنگلي ڪوئن ۾ ٿئي ٿي، پوءِ گهريلو ڪوئن ۾ ٿئي ٿي، آخر ۾ انسانن ۾ پکڙجي ٿي.


پليگ متاثر جو پير

**(ب) پليگ جي بيماريءَ جا قسم (Types of Plague):**

(1) نمونيا واري پليگ (Pneumonic Plague)

(2) غدودن (ڳنڍين/ڳوڙهن) واري پليگ (Bubonic Plague)

(3) روڳي (زهريلي) رت واري پليگ (Septiceamic Plague)

**(1) نمونيا واري پليگ (Pneumonic Plague):** هن قسم جي پليگ، سڀني قسمن جي پليگن مان گهڻي ٿئي ٿي ۽ گهڻي خطرناڪ بہ ٿئي ٿي. هن قسم جي پليگ مان ورلي ڪو مريض بچندو آهي. هن قسم جي پليگ ۾، پليگ جو جيوڙو، يرسينيا، صحتمند ماڻهن جي ڦڦڙن ۾ ٽن مختلف طريقن سان داخل ٿئي ٿو. پليگ جا جيوڙا نڪري هوا جي ذريعي (Aerosols) صحتمند ماڻهن جي ساهہ کڻڻ دوران ڦڦڙن ۾ داخل ٿي صحتمند ماڻهن کي هن قسم جي پليگ ڪري وجهندا آهن. ٻيو پليگ جي روڳ ۾ اڳي ئي ورتل مريض جي کنگهاري (Sputum) مان اڏامي هوا جي ذريعي صحتمند ماڻهن جي ساهہ کڻڻ دوران ڦڦڙن ۾ داخل ٿي هن قسم جي پليگ ڪري وجهندا آهن. ٽيون پليگ جي مريض سان آمهون سامهون ڳالهائڻ تي مريض جي وات مان نڪتل جيوڙا يا مريض جي ٽڪ يا گگ جي ڦڙن (Droplets) مان هي جيوڙا نڪري صحتمند ماڻهن جي ساهہ کڻڻ دوران ڦڦڙن تائين پهچي هن قسم جي پليگ جي بيماري ڪري وجهندا آهن.

**بيماريءَ جون علامتون (Clinical Symptoms):** مريضن کي مٿي ۾ سُور پوڻ سان گڏ اوچتي کنگهہ ٿيندي آهي، ان ڪان پوءِ مريض کي ساهہ ۾ بي حد تنگي ٿيندي آهي، مريض جو ساهہ گهٽبو آهي، کنگهاري ۾ ٻهرائين رت جا ذرڙا ايندا آهن. پوءِ مرض جڏهن اڳتي وڌندو آهي تہ تمام گهڻو، هر رت جي ٽڪرن ۾ پريل، گج سان کنگهارو ايندو آهي، آخر ۾ رت جون الٽيون ايندیون آهن. جنهن سان گڏ مريض سجو نيرو ٿي ويندو آهي، مٿي جي سور وڌڻ سان گڏ مريض تمام گهڻو ملول ٿي ويندو آهي. جيڪڏهن مريض جو تڏي تي ترت علاج نہ ٿيو تہ بنا دير جي موت جي ور چڙهي ويندو آهي.

**(2) غدودن (ڳوڙهن) واري پليگ (Bubonic Plague):** 'Bubo' يوناني (Greek) ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي سجيل غدود يا غدودن جي سوج (Swollen Glands) روڳي پسو جي چڪ پائڻ ڪري ماڻهن جي جسم جي ڪنهن هڪ لعابي جوڙ (ڳنڍ) (Lymphatic Node) جي چوطرف وارن اوجن (Tissues) ۾ سوج ٽيڙ ڪري هن قسم جي پليگ ٿي پوندي آهي. روڳي پسوءَ جي چڪ پائڻ لاءِ سڀ کان وڌيڪ پسند واريون جايون نري (Groin) ۽ بغل (Axilla/Armip) وارا لعابي جوڙ (ڳنڍيون) آهن. (نري واري اها جاءِ جتي ڄنگهہ ٿي پوندي آهي) انهيءَ ڪان پوءِ ٻئي نمبر تي پسوءَ جي چڪ پائڻ واريون جايون ڪنڌ وارو ڪو بہ پاسو (جتان لعابي سرشتي (Lymphatic System) جو مکيہ لنگهہ آهي ۽ گوڏي جي پاسي وارو حصو جنهن کي 'Poptitea' چئبو آهي، انهن عضون مان جنهن بہ عضوي ۾ پسو چڪ هڻندو تہ ان عضوي جا لعابي غدود (Lymphatic Gland) سجي پوندا آهن ۽ چڪ واري جاءِ تي ڪجهہ ڏينهن ۾ ڦٽ ٿي پوندو آهي، جيڪو ڦٽ اڳتي هلي سنيوارجي (Septic) خراب ٿي پوندو آهي.

روڳي پسو چڪ هڻڻ سان ئي پليگ جو جيوڙو يرسينا (پاسٽيوريلا) ماڻهن جي لعابي ڳوڙهيءَ جي اوجن ۾ اماڻي ڇڏيندو آهي، جتي هي جيوڙو واڌ ويجهہ ڪري بيماري پيدا ڪندو آهي. جيتوڻيڪ انساني جسم ۾ زهريلن جيوڙن کي ناس ڪندڙ (ڳڙڪائيندڙ) نظام (Phagocytosed) موجود آهي، پر هي جيوڙو ايترو تہ خطرناڪ آهي، جو مرندو ناهي، هي

جيوڙو هڪڙو پيرو انساني جسم جي عضوي جي ڪنهن بہ اوجي ۾ داخل ٿيو تہ هر صورت ۾ مريض جي لعابي نظام (Imune Systerm) (مکيہ نظام) ۾ داخل ٿي ويندو آهي، جتي پليگ جو جيوڙو ڪيترن قسمن جا زهر، مريض جي لعابي نظام ۾ ڇاڙيندو آهي، جن سڀني زهرن مان هڪ خطرناڪ قسم جو زهر 'Beta-adrenergic blockade' بہ آهي. هي زهر اينٿراڪس جي زهر کان بہ وڌيڪ خطرناڪ آهي، تنهنڪري هن قسم جي پليگ کي 'Black Death' جي نالي سان ڪوٺيندا آهن.

يرسينا جو جيوڙو مريض جي لعابي نظام (Lymphatic System) ۾ تيستائين پکڙجندو رهندو آهي، جيستائين وچي لعابي ڳنڍ (ڳوڙهي) (Lymphatic Node) تائين پهچي، جيڪو هنڌ هن جيوڙي جو اصل نشان هوندو آهي. لعابي ڳنڍ ۾ پهچڻ ڪانپوءِ هتي هي جيوڙو زبردست قسم جو ساڙو (باهہ) ڪري وجهندو آهي، آخر ۾ ڳوڙهي ۾ ڦٽ ٿي پوندو آهي، جيڪو اڳتي هلي سينوارجي (Septic) خراب ٿي پوندو آهي. هن قسم جي پليگ تمام گهٽ هڪ مريض کان ٻئي مريض کي ٿيندي آهي.

**(الف) بيماريءَ جي اوسر جو عرصو (Incubation Period):** پسوءَ جي نري، بغل، ڪنڌ، يا ڳوڏي جي پاسي واري لعابي ڳوڙهي (ڳنڍن) (Lymphatic Node) ۾ چڪ پائڻ ڪانپوءِ ٽن کان ڇهن ڏينهن اندر انهيءَ جاءِ تي تمام گهڻو سور ٿيندو آهي ۽ لعابي ڳوڙهي سُجي وڏي ٿي بيدي يا ڪڏهن ڪڏهن نارنگيءَ جيترو وڏو ڳوڙهو ٿي پوندو آهي. انهيءَ سور واري جاءِ ۽ سجيل هنڌ کي (Buboes) يعني سجيل غدود چئبو آهي. جنهن کي غدودن (ڳوڙهن) واري پليگ چئجي ٿو. ياد رهي تہ پسوءَ جي چڪ پائڻ سان جيڪو وڏي ۾ وڏو ڳوڙهو ٺهندو آهي. اهو ڪڇ ۾ ٺهندو آهي. جيڪو ٻين هنڌن تي نڪرڻ واري ڳوڙهن کان وڌيڪ سخت هوندو آهي. جڏهن تہ وڏو ڦٽ وري نري واري ڳوڙهي ۾ ٺهندو آهي.

**(ب) بيماريءَ جون علامتون (Clinical Symptoms):** پسوءَ جي چڪ پائڻ ڪري پليگ جو جيوڙو ماڻهن جي لعابي ڳوڙهي (ڳنڍ) کي روڳي ڪري وجهندو آهي. اها روڳي ڳوڙهي جلدي سجي ڳوڙهو ٿي ويندي آهي. جنهن ڳوڙهي ۾ سور، ساڙو (باهہ) تمام گهڻي هوندي آهي. مريض جو سڄو جسم ڪنهن بہ وقت اوچتو سخت (Rigor) ٿي ويندو آهي. مريض کي تيز بخار ٿيندو آهي، چمڙي خشڪ ٿي ويندي آهي ۽ مٿي ۾ گهڻو سور پوندو آهي، مريض جو رت زهريلو ٿي ويندو آهي، جنهن سان گڏ نبض تڪڙي هلندي آهي، دل وڏي ويندي (Hypertrophy of Heart) آهي. مريض ذهني طرح گهڻو پريشان ٿي ويندو آهي، ڪي مريض وڦلندا بہ آهن ۽ انهن کي دماغي دورا بہ پوندا آهن. ٻين سڀني علامتن سان گڏ مريض جي تري وڌيل (Splenomegaly) هوندي آهي، يعني هيانچو بہ ٿي پوندو آهي، جيڪڏهن مريض جو ترت علاج نہ ٿيو تہ مريض هن بيماريءَ ۾ تڪڙو مري ويندو آهي.

**(3) روڳي (زهريلي) رت واري پليگ (Septiceamic Plague):** پسوءَ جي چڪ پائڻ سان يا روڳي ڪوئي جي چڪ هڻڻ سان پليگ جا جيوڙا يرسينيا (پارسٽيوريلا) ماڻهن جي بلغمي سرشتي جي ذريعي يا رت جي وهڪري (ناڙين) جي ذريعي بدن جي ڪنهن نہ ڪنهن عضوي تائين پهچي ويندا آهن ۽ جنهن بہ عضوي تائين پهچندا آهن، انهيءَ عضوي کي پليگ جي بيماريءَ جو روڳي ڪري ڇڏيندا آهن. هن قسم جي پليگ ۾ مريض جو رت زهريلو ٿي ويندو آهي ۽ اهو زهريلو رت مريض جي جسم جي سڄي رت جي ٽنتي سرشتي (Nerve System) ۾ پکڙجي ويندو آهي، جنهن جي نتيجي ۾ مريض جي سڄي رت ۾ رت جا ذرڙا (Clots) ٿي پوندا آهن. جن رت جي ذرڙن جي ڪري جسم ۾ رت جي رسد واري نظام ۾ رڪاوٽ ٿيندي آهي، تنهن ڪانسواءِ رت جي قدرتي ڄمڻ واري خاصيت (Blood Clotting) ۾ بہ بگاڙو ٿي پوندو آهي. سڄي جسم جو رت زهريلو ٿي وڃڻ ڪري مريض تڪڙو تڪڙو موت ڏي وڌندو آهي. هن قسم جي پليگ ۾ مريض انهيءَ ساڳي ڏينهن تي اجل جو شڪار ٿيندو آهي، جنهن ڏينهن پليگ جي بيماريءَ جون علامتون مريض ۾ ظاهر ٿينديون آهن.

**(الف) بيماريءَ جي اوسر جو عرصو (Incubation Period):** بيماري جي اوسر جو عرصو جيوڙن جي تعداد ۽ مريض جي بيماريءَ سان مهاڏي اٽڪائڻ واري قدرتي سگهہ (Vital Force) تي مدار رکي ٿو جيڪڏهن بيماريءَ جا جيوڙا تعداد ۾ گهڻا آهن ۽ مريض جي بيماريءَ سان مهاڏي اٽڪائڻ واري قدرتي سگهہ ڪمزور آهي تہ بيماري جي اوسر 3 کان 4 ڏينهن ۾ ٿي سگهي ٿي. پر جيڪڏهن بيماريءَ جا جيوڙا ٿورا آهن ۽ بيماريءَ سان مهاڏي اٽڪائڻ واري قدرتي سگهہ طاقتور آهي تہ پوءِ ان صورت ۾ بيماري جي اوسر هڪ هفتي ۾ ٿي سگهي ٿي. پليگ جي بيماريءَ جو جيوڙو هڪ پيرو ماڻهن جي جسم ۾ داخل ٿيو تہ دير يا سوير پليگ جي بيماري ضرور ڪري وجهندو آهي.

**(ب) بيماريءَ جون علامتون (Clinical Symptoms):** جيئن تہ ڄاڻايل آهي تہ هن قسم جي پليگ ۾ رت جي ڄمڻ جي قدرتي خاصيت (Clotting Blood) ۾ بگاڙ ٿيڻ ڪري مريض جي رت جي وهڪري ۽ سرشتي تي ضابطو نہ ٿو رهي. تنهنڪري رت جي اوڄن مان چمڙيءَ جي هيٺان ۽ ٻين عضون مان اندروني طور رت رِسندو رهندو آهي. انهيءَ ڪري چمڙيءَ تي ڪارا ۽ ڳاڙها وڏا دٻا ٿي بيهندا آهن ۽ مريض جي ٽڪ ۽ ڪانگهاري ۾ رت ايندو آهي. مرض وڌي جڏهن نازڪ حالت ۾ داخل ٿيندو آهي تہ مريض کي واتان رت جون الٽيون اينديون آهن ۽ چمڙيءَ تي ڳاڙهي رنگ جا وڏا ڳوڙها (Bumps) ٺهي بيهندا آهن. ائين لڳندو آهي تہ جڻ ڪنهن زهريلي جيت جي چڪ هڻڻ ڪري هي وڏا ڳوڙها ٿي پيا هجن.

سنڌ جي نامور اديب پرمانند ميوارام 1896ع ڌاري حيدرآباد ۾ آيل پليگ جو احوال پنهنجي ڪتاب 'گل ڦل' ۾ هيئن ڏنو آهي:

"اوڻيهين صديءَ جي شروع ۾ هيءَ آفت هن شهر تي نازل ٿي هئي. اٽڪل ٽيهہ هزار آدمشماري هئي. روز ڏيڍ سؤ ماڻهو هن بيماريءَ جي ور چڙهندا هئا. پائيبند ۽ مسلمان گهڻا لڏي ويا. پر عامل رهيا پيا هئا ۽ ڪرياڪرم لاءِ ڪي ٻانهڻ ڇڏي ويا، جن کي "ٽاني" (آستاني) ڪري سڏڻ لڳا، جنهن جي انسَ اڄ تائين آهي. لاسن کي پهريائين ساڙيندا هئا، پر آخر ايترو موت ٿيڻ لڳو جو بيل گاڏين ۾ ڪٽائي نالي جي هڪ ڪاني ڏيئي سرن درياهہ تي کيائون. اميد شافي گهٽي ۾ هڪڙي ڏينهن هڪ ڇٽو، يارنهن ڇٽن جي پورائيءَ لاءِ بينو هو. صفائي ڪانہ هوندي هين. ٻهن جا ڍڳ، جي ڪُڏن ساڻ وڃي لڳندا هئا، تن جو پنجين - ڇهين مهيني نيڪال ٿيندو هو."

حيدرآباد منجهه 1897ع ۾ جڏهن اهو مرض پيو تڏهن واويلا لڳي وئي هئي. سرڪار جي ڏاڍي سختي هوندي هئي. ماڻهن اصل ڪٿي بيت ٺاهيا:

’ڪُئي مُئي جو ڪيس ڪيائون چڻ ته مُئو سردار!‘

رڳو ڪنهن گهر ۾ ڪُئو ڪي مئو، يا ڪنهن کي مهامري ٿي ٿي ته پائوڊر ڇڻجي، ۽ فنائل جا ڦوهارا لڳي ويندا هئا، ڪپڙا ساڙيا ويندا هئا، بلڪ ڇتين کي پٽائي هوا لاءِ سوراخ ڪيا ويندا هئا، ۽ ماڻهن کي ٻارين ٻچي لانڍين ۾ هٽندا هئا، ته متان ٻين ۾ نه مرض وچڙي وڃي.

**پلي، لطف الله حساماڻي:** لطف الله ولد خير محمد حساماڻي پليءَ جي ولادت ضلعي عمرڪوٽ جي تاريخي ڳوٺ ڀمُوريءَ ۾ 1904ع ۾ ٿي. لطف الله حساماڻي مولانا محمد عثمان قِرانيءَ جي مدرسي ۾ تعليم حاصل ڪئي ۽ ڪجهه وقت لاءِ عمرڪوٽ ۾ به پڙهيو. هن جنهن دؤر ۾ هوش سنڀاليو، ان وقت انگريزن خلاف آزاديءَ جي تحريڪ زور تي هئي. ان ڪري هن به انهن تحريڪن ۾ حصو ورتو. ’خاڪسار‘ تحريڪ جو سرگرم ڪارڪن ۽ ضلعي سالار‘ رهيو. ان ڪانپوءِ مسلم ليگ ۾ شامل ٿيو ۽ پنهنجي ڳوٺ ۾ مسلم ليگ جي شاخ قائم ڪيائين. قائداعظم سان وڏيري محمد سگهي پليءَ جي حوالي سان ملاقاتون ڪيائين. پوني ۾ قائداعظم جي استقبال ڪندڙ مسلم ليگ جي جٿي جي اڳواڻي ڪيائين. ضلعي ٿرپارڪر ۾ ’مسلم ليگ‘ جي مختلف عهدن تي رهيو. ابتدائي دؤر ۾ شاعري به ڪيائين، پر جلد ئي نثر ڏانهن راغب ٿيو. پنهنجي دؤر جي لڳ ڀڳ سڀني اخبارن ۽ رسالن ۾ سندس مضمون شايع ٿيا. سندس هڪ ڪتاب ’شينهن جو شڪار‘ هفتيوار اخبار ’همدرد‘ ميرپورخاص ۾ قسطوار شايع ٿيو. ان ڪان سواءِ سندس تاريخي، تحقيقي ۽ سياسي مضمونن جا ٻه مجموعا ڊاڪٽر اسد جمال پليءَ ترتيب ڏنا آهن.

لطف الله حساماڻيءَ سڄي ڄمار زمينداري سنڀالڻ ڪان سواءِ صحافت ۽ سماجي خدمتن ۾ گذاري. يونين ڪائونسل ڍوري ناري جو چيئرمين رهيو. پنهنجي ڳوٺ ۾ مڪتب جاري ڪيائين. هفتيوار ’همدرد‘ ميرپورخاص ۽ هفتيوار ’ترگزيٽ‘ ميرپورخاص جو ڪجهه وقت لاءِ اسسٽنٽ ايڊيٽر رهيو. هو وڏي عرصي تائين پريس ڪلب عمرڪوٽ جو ميمبر به رهيو ۽ ڍوري ناري ۾ پريس ڪلب کولڻ ۾ سندس بنيادي هٿ هو. ڪجهه وقت سيد عطاءُ الله شاهه بخاريءَ جي خدمت ۾ به گذاريائين. نواب عبدالحليم پليءَ سان گڏ شينهن جي شڪار وقت نه رڳو نواب جو همسفر رهيو، پر بمبئيءَ مان هٿيار خريد ڪرڻ وقت به سندس مشير رهيو.

لطف الله حساماڻي، وڏيري محمد سگهي پليءَ ڪي گهڻو ويجهو رهيو ۽ وڏيري سان گڏ هندستان جو سير سفر به ڪيائين. جان محمد ولد نواب عبدالحليم پليءَ سان گڏ ’سنڌ هاري ڪميٽيءَ‘ ۾ به حصو ورتائين. قاضي غلام رسول ولد جان محمد پليءَ جي سياست ۾ رهنمائي ڪيائين. پاڪستان سرڪار طرفان ڪيس مسلم ليگ جي خدمتن جي عيوض سَنَد به ملي. عبدالڪريم پليءَ جي ايم. پي. اي ٿيڻ بعد پيپلزپارٽيءَ ۾ شموليت اختيار ڪيائين. ناري پٽ جي هن ڏاهي انسان، 22 جولاءِ 1996ع تي وفات ڪئي.

**پلي مبارڪ ’اثيم‘:** مولوي مبارڪ ولد حاجي عبدالحميد پليءَ جي ولادت 1915ع ۾ اباڻي ڳوٺ ڪيرل ۾ ٿي. ابتدائي فارسي ۽ عربي تعليم پنهنجي عزيز مولانا عبدالخالق پليءَ وٽ ورتائين ۽ ان بعد باقي نصاب مولانا محمد عثمان قِراني ۽ مولانا محمد علي جوڻيجي وٽ مڪمل ڪري، دستاربندي ڪيائين. هو بهترين مدرس، سنو مقرر، اديب ۽ شاعر هو. ناري پٽ جي مشهور رسالي ’قِرانيءَ‘ ۾ سندس تحريرون موجود آهن. ان ڪان سواءِ هن ٻه ڪتاب: (1) ’انڪشاف الحقيقت‘، ۽ (2) ’موت الهنود‘ به لکيا، جن مان پهريون شايع ٿيل آهي. سنڌيءَ ڪان سواءِ فارسي زبان ۾ به شاعري ڪيائين. سندس ڪلام جو بَياض ناياب آهي. مهر ڪاڇيلويءَ جي لکيت موجب برصغير ۾ علامه مشرقيءَ جو وڏو مخالف، مولوي مبارڪ ’اثيم‘ هو. مولوي صاحب، 28 ذوالحج 1357هه/1939ع تي حج تان موٽندي وفات ڪئي.

**پلي، محمد امين، خليفو:** شاعر ۽ محقق محمد امين پليءَ جو اصل نالو محمد قابل آهي، هن 9 سيپٽمبر 1907ع تي خليفي محمد ڇتل جي گهر ۾ جنم ورتو ننڍي عمر ۾ ئي والد وفات ڪري ويس، ان ڪري هڪ ايمي قرآن مجيد ۽ پنج سبق سنڌي ٻاراڻي ڪان وڌيڪ پڙهي نه سگهيو. ننڍپڻ کان ئي سندس شوق ميلا، ملاکڙا، گهمڻ ۽ نڙائي، سرندائي، ڪافين ۽ يڪتاري وارا ڳائڻا ٻڌڻ جو شوق هو. جوانيءَ ۾ ڪيس ڪو اهڙو واقعو پيش آيو جو پڙهڻ جو ارادو ڪيائين. اول سنڌيءَ خوب پڙهيائين ۽ پوءِ اردو به پڙهيائين. ڪجهه وقت بعد جڏهن سنڌي ۽ اردو لکڻ ۽ پڙهڻ جي قابل ٿيو ته پوءِ شعر به لکيائين. جيڪي پوءِ محمد هاشم ’مخلص‘، ’خليق‘ مورائي، نور محمد نظاماڻي ۽ مولانا ’وفائيءَ‘ ڪان اصلاح ڪرائيندو هو. شاعريءَ ۾ تخلص ’درس‘ استعمال ڪيائين ۽ ڪنيت ’ابو شير‘. سندس وڏي لائبرري هئي، ڪيترا ناياب ڪتاب هوندا هئس. سنڌ جا ڪيترائي محقق سندس لائبريريءَ مان مستفيض ٿيندا هئا. خليفي صاحب ڪجهه ڪتاب به لکيا، جن ۾ ’ديوان درس‘ (شاعريءَ جو ديوان)، ’فرس نامو‘ (گهوڙن بابت نظم)، ’فتح نامو اسلام‘ (جنهن ۾ پاڻ سڳورن صلعم جي هجرت ڪان وٺي جنگ بدر، احد، خندق، واقع بيرالالم، شهادت ابن جناب تائين مواد)، ’واقعات عالم‘ (جنهن ۾ اوراق پارينا جا گهڻا واقعا لکيل)، ’حيات جمال الدين‘، ’سوز سسئي‘، ’اخلاق پسنديده‘، ’يادگيريون‘، ’پلي ذات جو نسل‘، ’شاهنامو اسلم‘، ’هاشمي مهاجر‘، ’انشاءِ درس‘ (سنڌس خط) شامل آهن.

**پلي، محمد صديق:** محمد صديق ولد محمد عمر پلي ڳوٺ ’سِگهَه‘، تعلقي ڪپري ضلعي سانگهڙ ۾ 1890ع ڌاري ڄائو. پاڻ هارپو ڪندو هو. تعليم ته نه پرائي هئائين، پر شعر جي ڏات حاصل هئس. بيت جو تمام سٺو شاعر هو سندس بيت عام سنڌي شاعريءَ جي ياگي ۾ اچن ٿا. هو شاعريءَ ۾ قافين جي استعمال ۽ اسلوب بيان ۾ نواڻ جي لحاظ کان بيت جو بهترين عوامي شاعر ليکيو ويندو هو سندس ڪلام مختلف ادبي تاريخن ۾ ته موجود آهي، پر سندس ڪو مجموعو ڇپجي نه سگهيو آهي.

**پلي، محمد عثمان:** وڏيري محمد عثمان ولد حاجي نبي بخش پليءَ، 1925ع ڌاري ڳوٺ حاجي نبي بخش پليءَ ۾ جنم ورتو. هو سڄاڻ، روشن دماغ ۽ سماجي اڳواڻ هو. مشهور هاري اڳواڻ پير عبدالغفور سرهنديءَ سان گڏ ’سنڌ هاري ڪميٽيءَ‘ جي جدوجهد ۾ ڀرپور حصو ورتائين. 1946ع ۾

پير صاحب جي چونڊن ۾ بيهڻ وقت هن محمد ابراهيم جويي، شيخ اياز ۽ ٻين اديبن سان گڏجي، ٿر ۾ سندس وڏي ورڪ ڪئي. ان ڪري 'ڪامريڊ' به سڏبو هو. شاعريءَ جو ماحول سندس خاندان ۾ موجود هو. هن ڪافيون، غزل ۽ بيت چيا. 1969ع ۾ وفات ڪيائين.



**پلي 'معمور' يوسفاڻي**: نامور اديب 'معمور يوسفاڻيءَ' جو پورو نالو محمد عمر ولد حاجي محمد يوسف پلي هو. هو ادب جي دنيا ۾ 'معمور يوسفاڻيءَ' جي نالي سان مشهور آهي. هن جو جنم، 28 جنوري 1929ع تي ڳوٺ حاجي پير محمد پلي، ضلعي عمرڪوٽ ۾ ٿيو. مڪتب جي ابتدائي ديني تعليم پنهنجي وڏي ڀاءُ مولانا عبدالخالق 'عبد' پليءَ کان حاصل ڪيائين. ان بعد ايم. اي سنڌي (گولڊ ميڊلسٽ)، سنڌ يونيورسٽيءَ مان پرائيويٽ شاگرد طور ڪيائين. ان کان سواءِ اديب فاضل سنڌي، منشي فاضل فارسي ۽ اديب فاضل اردوءَ جا امتحان به امتيازي نمبرن ۾ پاس ڪيائين. هو پرائمري استاد، سيڪنڊري استاد (HST)، ايجوڪيشن سرڪل سپروائيزر ۽ سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ ۾ سنڌيءَ جو سبجيڪٽ اسپيشلسٽ رهيو. ان کان سواءِ مدرسه دارالعلوم اورينٽل ڪاليج حاجي محمد عالم پليءَ (عمرڪوٽ) ۾ سنڌي شعبي جو اعزازي پروفيسر ۽ انچارج به رهيو. معمور يوسفاڻي، هڪ عرصي لاءِ سنڌي ادبي بورڊ جي بورڊ آف گورنرس جو ميمبر ۽ ٽماهي مهراڻ جي ايڊيٽوريل بورڊ جو ميمبر به رهيو.

معمور يوسفاڻي، صرف ونحو، جفر ۽ نجوم جي علمن کان سواءِ علم موسيقيءَ جو به ماهر هو. پنهنجي وقت جي صفِ اول جي مولود خوانن سان مولود پڙهيائين. سنڌي نثر ۽ نظم جي سڀني صنفن تي لکيائين. هن جا خاص موضوع لطيفيات، لوڪ ادب، تاريخ، گرامر، شاعري ۽ شخصيات رهيا آهن. معمور يوسفاڻيءَ لوڪ ادب اسڪيم هيٺ تمام گهڻو مواد گڏ ڪيو، جيڪو ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ خان جي ترتيب ڏنل لوڪ ادب جي ڪتابن ۾ شايع ٿيل آهي.

هي ريڊيو پاڪستان حيدرآباد ۽ ڪراچي ۽ پي. ٽي. وي ڪراچيءَ تي هڪ سگهڙ طور پروگرامن ۾ شريڪ ٿيندو رهيو ان کان سواءِ ڪافي مشاعرن ۾ به حصو ورتائين. معمور يوسفاڻي ڪامياب ڊبيٽر هو ۽ ڪجهه اسٽيج ڊرامن ۾ به ڪردار ادا ڪيائين.

سنڌ جي ڪيترن ئي ادبي تنظيمن جو ميمبر بنيادي ميمبر ۽ عهديدار رهيو. پنهنجي دور جي ڪيترين ادبي ڪانفرنسن ۽ مشاعرن ۾ شريڪ ٿيو ۽ ڪيترا مشاعرا منعقد ڪرايائين. سنڌ ۾ هن وقت سندس دوستن ۽ شاگردن جو وڏو حلقو موجود آهي، جيڪي هر سال 'لطيف نگر' (عمرڪوٽ) ۾ سندس ياد ۾ ادبي ڪانفرنس منعقد ڪندا رهندا آهن.

معمور يوسفاڻي پنهنجي دور جو صاحبِ ديوان ۽ استاد شاعر هو. في البديهه شاعريءَ تي ڪيس ملڪو حاصل هو. هو نامور محقق به هو. سندس تحقيقي مضمون سنڌي ادب ۾ اهم مقام والارين ٿا. خاص ڪري شاهه عبداللطيف جي رسالي، آثار قديمه ۽ سنڌي ادب جي تاريخ تي سندس 'محرڪات' گهڻو مقبول ٿيا. جن تحقيق جا نوان گوشا متعارف ڪرايا. معمور يوسفاڻي، شاهه عبداللطيف جو رسالو به ترتيب ڏنو ۽ شاهه جي رسالي جو گرامر به لکيو جيڪي هٿي مسودا اڻ ڇپيل موجود آهن.

معمور يوسفاڻيءَ جي ڇپيل ڪتابن جو تعداد 14 آهي ۽ 30 کان وڌيڪ سندس اڻ ڇپيل مسودا موجود آهن. سندس ڇپيل ڪتابن جي فهرست هن ريت آهي:

(1) آڏي ڏال مَ ڏار (شاعري)، (2) پکن منجهه پساه (شاعري)، (3) ستا اُٿي جاڳ (شاعري)، (4) ڏاهر (مثنوي)، (5) مذهب ۽ تخليقِ ڪائنات (ترجمو)، (6) پکن منجهه پساه (شاعري: ٻيو ۽ وڌايل ڇاپو)، (7) ست سورهيه ڏهه ڏاتار (تحقيقي مقالا)، (8) لطيف جا ٽر تان پيرا (لطيفيات)، (9) ڏوليو ڏٺ ڏٺي (لطيفيات)، (10) سنڌ ۾ شاهه ولي الله جا همعصر بزرگ (نثر)، (11) ڀٽائي جو مطالعو (لطيفيات)، (12) ڪائو ڪمايوم (تحقيقي مقالا)، (13) مهراڻي جا مور (عمرڪوٽ جي ادبي تاريخ)، (14) مهراڻي جو مير (راضي شاهه لکياريءَ جي سوانح ڪلام).

جڏهن ته سندس ڪتاب 'ديوان معمور (شاعري)، 'ترجمو مطالعو' (تحقيقي مقالا) ۽ 'شاهه لطيف جي رسالي جو گرامر' ڇپائي هيٺ آهن.

معمور يوسفاڻيءَ وٽ هڪ ضخيم لائبرري کان سواءِ هڪ ننڍو ميوزيم به هو. جنهن ۾ ڪيترين نادر ۽ ناياب تاريخي شين موجود آهن. معمور صاحب جي وفات 24 ڊسمبر 1993ع تي لطيف نگر (لڳ عمرڪوٽ) ۾ ٿي. معمور صاحب جي وفات کان پوءِ سندس وڏي فرزند حزب الله 'ڪمال' پليءَ کي پڳ ٻڌرائي وئي. سندس سڄو علمي سرمايو حزب الله پليءَ وٽ محفوظ آهي.

**پلي، مل محمود**: مل محمود پلي وڏو عوامي شاعر ٿي گذريو آهي. سندس پورو نالو محمود پٽ طالب پلي ۽ پاڙو عزيزاڻي هو. ڪيس فقيراڻو گهر هئڻ سبب درس سڏيندا هئا. مل محمود پلي، ڳوٺ حاجي عبداللطيف پلي تعلقي عمرڪوٽ جو ويٺل هو. فقير محمود، حاجي عبداللطيف وٽ، جيڪو دائري وارن بزرگن جو شاگرد هو. قرآن شريف حفظ ڪيو. سندس شادي ڪانوڙي وارن راجڙن مان ٿي. فقير تي 'مل' نالو انهيءَ ڪري پيو، جو هو قد جو ڊگهو ۽ بدن ۾ سنهو هو. سندس ڪلام ٽن جلدن ۾ ڇپيل آهي: (1) مجمع العجائب مع نصيحت انساني، (2) ليليٰ مجنون ۽ (3) ڪلام مل محمود پلي. هن پهرين حُر تحريڪ (1896ع) سان گڏ ئي واقعاتي شاعري به ڪئي آهي. ڪيس انگريز سرڪار حُر تحريڪ بابت شاعري ڪرڻ تي قيد ۽ ڏنڊ جون سزائون ڏنيون.

مل محمود پليءَ 1347ھ بمطابق 1928ع ۾ وفات ڪئي.

**پلي، نمرو**: نمرو ولد رحيمڏنو پلي، شاعر ابن شاعر هو هي ٽالپرن جي دؤر جو مشهور شاعر هو سندس بيتن ۾ سرمارئي، سرسهڻي، سررامڪلي وغيره جا بيت لين ٿا. جن جي ٻولي سلوڻي ۽ وڻندڙ آهي ۽ انهن ۾ تجنيس حرفي ۽ معنوي خوبيون موجود آهن. هن بيتن ۾ پنهنجو نالو به تجنيس حرفيءَ سان ڪم آندو آهي. جيئن: 'نوٽين ۾ نمرو چئي'، 'نينر تا نمرو چئي'، 'انهيءَ پر پلي چئي'، 'پلي چئي پرندا' وغيره. منظر نگاري هن جي شاعري جي خاص خوبي آهي.

**پليو** *(Brahminy fish kite/ Haliastus Indus)* : وچولي ماپ جو هيءُ سهڻو باز 43 کان 51 سينٽي ميٽرن جو ٿيندو آهي. ان جو مٿو، ڳچي ۽ ڇاتي اڇي رنگ جي ٿئي، باقي جسم چمڪدار اخروٽي ٿئي. هن جي کنيڙاٽيءَ جي ٻاهرئين ڪناري جا کنڀ گهرا ناسي ٿين ٿا. اڏامڻ مهل هيٺان کان اخروٽي پَرَ، کنيڙاٽين جي ڪناري وارن ناسي کنين کان جدا نظر ايندا آهن. هن جي



پڪڙيل پرن جون ٻاهريون چوٽيون ڪاريون ٿين ٿيون ۽ پڇ هلڪو اخروٽي گلابي ڏسبو آهي. هن باز جو ٻچو گهرو ناسي ٿئي ٿو، جنهن جي کنين جا اڇا حصا پورين ليڪن جهڙا هوندا آهن. پليي باز جي مڙيل چهنبَ، ميرانجهڙي اڇي ۽ ٽنگون پيليون هونديون آهن. ان جون اکيون هيڊيون ۽ اکين جي ماڪڪي ڪاري ٿئي ٿي. هن باز جي ٻولي اڏامڻ وقت سرڻ وانگر سنهي چنگهه واري ٿيندي آهي. ٻليءَ جي مياؤن وانگر 'ڪِويئا...' يا 'ڪيير....' جي آواز سان ٻڌبي آهي. هي باز به ٻين بازن وانگر هوا ۾ پنهنجا ڏکا ۽ ويڪرا پر پکيڙي اڏامندو آهي ۽ وقت به وقت هوريان هوريان مڪمل کنيڙاٽي هٽندو آهي. هي ڏسڻ ۾ ڪاري سرڻ (Black kite) (جنهن جو پڇ چوڪور ٿئي ٿو) جهڙو آهي ۽ شڪل شبيهه ۾ ڪڙل باز جهڙو لڳي ٿو. هي پکي عادت ۾ لاڏائو نه آهي ۽ جتي به رهندو آهي مقامي پکين وانگر رهي ٿو پر اتي ڪنهن حد تائين خانه بدوشي ڪري سگهي ٿو دنيا ۾ جتي جتي هي باز، خاص ڪري اوڀر ايشيا کان وٺي بنگلاديش، هندستان ۽ پاڪستان ۾ رهي ٿو اُتي وطن ٻڌائي رهي ٿو ان ڪري هن باز جا مقامي نالن کان سواءِ ٻيا به ڪوڙ نالا آهن. هن کي انگريزيءَ ۾ 'Singapore Bald Eagle' (سنگاپور جو گنجو باز) به سڏيو ويندو آهي. پليو شڪاري هئڻ سان گڏوگڏ ڍوندِ خور باز به آهي. ان ڪري هن ۾ سرڻ ۽ عقاب جون گڏيل وصفون موجود آهن.

پليو باز ننڍو شڪار ڪندو آهي، جنهن ۾ مڇي، ڪيڪڙو ڪوئا، ڪرڙانگ ۽ جيت شامل آهن. زمين ۽ پاڻي ٻنهي تي شڪار ڳوليندو رهندو آهي. عام طور زمين تان 20- 25 ميٽر مٿي پرواز ڪندو آهي. پاڻيءَ ۾ ٽٻي هڻي نه سگهندو آهي، ان ڪري مڇي يا ٻيو ڪو به آبي شڪار پاڻيءَ جي سطح تان ئي چنبن ۾ جهلي ڪڍي ويندو آهي ۽ اڏامندي ئي شڪار کائي وٺندو آهي ته متان ڪو ٻيو زوراور باز وغيره ڇڏائي نه وڃي. گند جي ڍيري ڀيل شيون ۽ اڇلايل مڇي ۽ گوشت تي به لهي ٿو ان ڪري سامونڊي ۽ درياهي ميداڻين تي به نظر ايندو آهي. هي اڪثر سامونڊي ڪنارن ويجهو ٻِمر جي علائقي، گپ وارن ميدانن، مٺي پاڻيءَ جي ڍنڍن ۽ ساريال جي علائقن ۾ به ڏسبو آهي.

سيارو هن پکيءَ جي لڳ واري مند آهي. انهن ڏينهن ۾ اڏامڻ دوران ڪرتب بازي ڪندو آهي. پليو جوڙو پنهنجي آکيري ۾ يا آکيري جي ويجهو لڳ ڪندو آهي. هي جوڙو تمر يا ڪنهن اوچي وڻ تي آکيرو جوڙيندو آهي. اهو وڻ عام طرح سُڪل هوندو آهي. ڏيڻ وارن علائقن ۾ اهڙو آکيرو خشڪيءَ جي شڪارين کان محفوظ ٿئي ٿو ان ڪري اهو زمين کان پنج ڇهه ميٽر مٿي هوندو آهي، پر خشڪ زمين واري علائقي ۾ اهو اچا به مٿي ٿئي ٿو. پليو پنهنجي وڻ تي ٻئي پکيءَ جو آکيرو برداشت نه ڪندو آهي. هن جو آکيرو تارين ۽ ڪاٺين سان جُڙيل ۽ مضبوط ٿئي ٿو.

عام طور 60 کان 90 سينٽي ميٽر ويڪرو ۽ 15-30 سينٽي ميٽر اونهو هوندو آهي ۽ خشڪ گپ سان ٿڦيل هوندو آهي. شروع ۾ آکيرو سنهو هوندو آهي، پر پوءِ جڏهن جوڙو ان کي ٻيهر استعمال ڪندو آهي ته ان جي وري وري مرمت ڪندو ويندو آهي. هن جي مادي اڇي رنگ جا ٻه آنا ڏيندي آهي، جن تي ڳاڙهسرا ناسي داغ هوندا آهن. نر ۽ ماد گڏجي ٻچا سنڀاليندا آهن. پليي باز لاءِ سنڌ ۾ رهائشي ماحول ڪجهه بهتر نه آهي، پر اهو اوڀر ايشيا ۾ سرڻ وانگر عام آهي. ملائيشيا ۾ هن کي 'جنگ جو ديوتا پکي' سمجهندا آهن ۽ ان جي موجودگيءَ مان فال ڪڍندا آهن. جڏهن ته ڪي ماڻهو هن کي وشنو ديوتا سان لاڳاپيل (گُرڙ پکي) سمجهندا آهن.

**پلي، وڏيرو عبدالحڪيم**: وڏيرو عبدالحڪيم ولد دودو ولد عطائي پلي، ڏکڻ سنڌ جي اهم دولتمند ماڻهن مان هڪ ٿي گذريو آهي. ڪيس پنهنجي چوپائي مال جي گهڻائيءَ سبب 'ساري سنگهار' سان پيٽيو ويندو هو. انگريز سرڪار طرفان ڪيس ايم. بي. اي (M.B.E) ميمبر آف برٽش ايمپائر (MEMBER OF BRITISH EMPIRE) جو خطاب مليل هو. سندس ڏاڏو 'عطائي پلي'، دبي (ناريجاڻي) واري جنگ ۾ شيرِ سنڌ، مير شير محمد خان ٽالپر سان گڏ انگريزن سان هڪ هزار جوان وٺي وڙهيو هو. ڪيس ميرپورخاص جي ميرن طرفان 'هڪ هزاريءَ' جو لقب مليل هو. جڏهن جنرل جارج بُوٽ تروٽ، مقامي زميندارن جي مدد سان ننگرپارڪر جي راٽي تي ڪاهيو، تڏهن عطائي پليءَ اهو چئي انڪار ڪيو ته اسان جا ننگرپارڪر جي راڻن سان دوستاڻا تعلقات آهن ۽ دوستن تي ڪاهه ڪرڻ مَردن جو شان نه آهي.

وڏيرو عبدالحڪيم پلي، هر ٻارهين مهيني، پنهنجي چانديءَ جي پئسن تان ڪَٽ لاهڻ لاءِ 'ميڙ' ناهي گهيٽن جي هلر ٻڌندو هو. تمام گهڻي خير خيرات ڪندو هو. 11 رجب 1328هه/ 19 جولاءِ 1910ع تي وفات ڪيائين. سندس تربت عمرڪوٽ لڳ شهيد جي مقام ۾ آهي.

**پلي، وڏيرو عبدالحليم**: وڏيرو عبدالحليم ولد محمد طيب پلي، ڳوٺ ڳموري، تعلقي ۽ ضلعي عمرڪوٽ جو رهاڪو هو. هي انگريز دور جو مشهور شخص ٿي گذريو آهي. زميندار يءَ سان گڏ شڪار جو وڏو شوقين ۽ مشهور نشاني باز هو. اڏامندڙ پکيءَ کي پاڇي جي نشان تي ڪيرائيندو هو. هرڻ کي گلي جي نشان تي ڏک هٽندو هو. ڪيترائي دفعا شينهن جو شڪار ڪيائين. سندس شينهن جي شڪار جي فَن تي لطف الله حساماڻيءَ هڪ ڪتاب لکيو جيڪو هفتيوار همدرد، ميرپورخاص ۾ قسطوار ڇپيو. هن شهنشاهه جارج پنجين سان گڏ هاٿيءَ تي ويهي شينهن کي نشانو بنايو هو. سندس اها تصوير برٽش ميوزيم لنڊن ۾، شهنشاهه جارج پنجين سان گڏ موجود آهي. ڪانئس پوءِ سندس فرزند جان محمد پلي به سپوت ساماڻو،

جيڪو ’سنڌ هاري ڪميٽيءَ‘ جو جنرل سيڪريٽري به رهيو. سندس پوٽو قاضي غلام رسول پلي به ناري پٽ جو اهم شخص ٿي گذريو آهي. وڏيري عبدالحليم 13 ڊسمبر 1932ع تي وفات ڪئي.

**پلي، وڏيرو محمد سَگهو:** وڏيرو محمد سگهو پلي، ولد محمد قاسم پلي، ’شادي پليءَ‘ جو رهواسي هو. پنهنجي دور جو همت وارو ۽ مشهور شخص هو. سندس ڏاڏو محمد انس پلي، پنهنجي جوانن جو جٿو وٺي، دهي (ديهه ناريجاڻي) واري جنگ ۾ شيرِ سنڌ، مير شير محمد ٽالپر جي لشڪر ۾ انگريز فوج سان وڙهيو هو. وڏيرو محمد سگهو پلي، پهرين مولانا محمد عثمان قِرانيءَ وٽ ’پروڙ‘ ۾ پڙهيو ۽ پوءِ پٿوري واري زمينداري اسڪول ۽ ان بعد سنڌ مدرسة السلام ڪراچيءَ ۾ تعليم ورتائين. اتي سندس دوستي قائداعظم محمد علي جناح سان ٿي.

قائداعظم محمد علي جناح ’آبو مائونٽ‘ تي وڏيري محمد سگهي پليءَ وٽ سندس گيسٽ هائوس تي مهمان ٿي به رهيو هو. اهو گيسٽ هائوس، وڏيرو محمد سگهو هميشه پنهنجي لاءِ 12 مهينا بوڪ رکندو هو. هن جناح صاحب جي اپيل تي مسلم ليگ لاءِ ڪيترا پيرا وڏي رقم چندي ۾ به ڏني. جناح صاحب جي چوڻ تي گنبٽ جي هڪ شاهه صاحب سان گڏ هن مخدوم سجاد حسين قريشي، ملتان واري کي مسلم ليگ ۾ شموليت لاءِ آماده ڪيو. سندس خطن جو هڪ وڏو تعداد نامور اديب معمور يوسفاڻيءَ جي لائبريءَ ۾ موجود آهي. وڏيري محمد سگهي پليءَ جي چوڻ تي جناح صاحب هڪ دفعي شادي پلي به آيو ۽ سندس ناشتي جو بندوبست ريلوي اسٽيشن شادي پليءَ تي ڪيو ويو.

وڏيري محمد سگهي پليءَ، 30 ڊسمبر 1950ع تي وفات ڪئي.

**پَليو لاشاري:** ضلعي خيرپور جي تعلقي فيض گنج ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ٻه ڳوٺ آباد آهن:

پليو لاشاري، علي شير خاصخيلي ۽ رستم لاشاري.

**پليو لغاري**[1]: ضلعي سانگهڙ جي تعلقي سنجهوري ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

شير خان لغاري، راڃڻ جو ڳوٺ، اوپايو واسو، باقر خان لغاري، ڦل فقير ڪيريو، مگرين جو ڳوٺ، پنهرن جو ڳوٺ ۽ ميوو خان رند.

**پليو لغاري**[2] (ڳوٺ): هي ڳوٺ تعلقي سنجهوري جي ديهه ’ڪُنرو‘ ڳوٺ جعفر خان لغاريءَ کان هڪ ڪلوميٽر کن اوڀر ۾ واقع آهي. هتي بوائز ۽ گرلس پرائمري اسڪول سان گڏ زندگيءَ جون اڪثر سهوليتون موجود آهن. هتي ’تاري واٺيي‘ جي تاريخي ماڙي اڄ تائين موجود آهي، جيڪا هن ورهاڱي کان اڳ ٺهرائي هئي ۽ سانگهڙ ضلعي ۾ آڳاٽين عمارتن ۾ شمار ٿئي ٿي. هن ڳوٺ جي پرائمري اسڪول ۾ جڳ مشهور عالم ۽ لوڪ ادب ۽ لطيف شناسيءَ جي ماهر ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، پرائمري تعليم حاصل ڪئي هئي.

**پلي، ولي محمد ’وفا‘:** غزل جي مشهور شاعر وفا پليءَ جو اصل نالو ولي محمد ولد خانصاحب عطا محمد پلي آهي. هن 7 ڊسمبر 1944ع تي ڳوٺ خان صاحب عطا محمد پلي، ضلعي عمرڪوٽ ۾ جنم ورتو. هن جي تعليم سنڌي فائنل ۽ اديب سنڌي آهي. ولي محمد ’وفا‘ همعصر دؤر جو هڪ پختو شاعر آهي. شاعريءَ ۾ ڪافيون ۽ غزل سندس پسند جون



صنفون آهن. هي خاص ڪري غزل ۾ پنهنجو منفرد لهجو اسلوب ۽ گهاڙيٽو رکي ٿو. ڪيس نامور فنڪارن عابده پروين، استاد غلام قادر، سينگار علي سليم ۽ شفيع فقير خاص طور ڳايو آهي. ولي محمد وفا، پيشي جي لحاظ سان زميندار آهي. هن وٽ به پنهنجي ياءَ عبدالڪريم پليءَ وانگر اديبن ۽ شاعرن جون هميشه محفلون متل هونديون آهن.

ولي محمد وفا جي ڇپيل ڪتابن ۾: (1) ’لونءِ لونءِ منجهه لغار‘ (1962ع) ۽ (2) ’درد هزارين هڪڙي دل‘ (1 جنوري، 2001ع) شامل آهن. وفا صاحب هن وقت پنهنجي اباڻي ڳوٺ خان صاحب عطا محمد پليءَ ۾ رهي ٿو.

**پليئيسٽوسين (Pleistocene):** ارضيات جي علم موجب ڌرتيءَ جي عمر جا جيڪي دؤر مقرر ڪيا ويا آهن، انهن مان هڪ دؤر ’پليئيسٽوسين‘ (Pleistocene) آهي. هي لفظ يوناني ٻوليءَ جي ٻن لفظن ’Pleistos‘ ۽ ’Kainos‘ جي ملڻ سان ٺهيو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ’بلڪل نئون‘ (Mostnew). هي دؤر ارضيات جي هڪ ٻئي عرصي Quarternary) (Period جي شروعات سان واسطو رکي ٿو. هي دؤر اٽڪل ويهه لک سال اڳ کان شروع ٿي ’Holocene‘ يعني هاڻوڪي دؤر کان اٽڪل 10000 سالن



پليئسٽوسين زماني جي جيوت

تائين سمجهيو وڃي ٿو. هن عرصي دوران ڌرتيءَ جي گرمي پد ۾ وڏيڪ لاها چاڙها آيا، ڇاڪاڻ ته چار وڏا برفاني دؤر ۽ انهن جي وچ وارا نسبتاً گهٽ ٿڌا عرصا ۽ ڪن حصن، خاص ڪري خط استوا جي پر وارن علائقن ۾ برساتي دؤر ’Pluviations‘ جا گذريا آهن. ان حرارت جي ڦير گهير جي ڪري انهيءَ دوران انسان جي طبعي ۽ ثقافتي ارتقا ۾ به تڪڙي ۽ موثر تبديلي ٿيندي رهي ٿي.

**پَمناڻي:** هندن جي هڪ ذات. رسالي ڏرم درشن (1915ع) جو مصنف پروفيسر هاسارام هن خاندان مان هو هي ’بجاج‘ نک مان اروڙ ونسي آهن ۽ روهڙيءَ ۾ رهندڙ آهن.

**پمناڻي، هاسارام، پروفيسر:** پروفيسر هاسارام پمناڻيءَ جو جنم 10 اپريل 1887ع تي بيدل، بيڪس، پارو شاهه ۽ وسڻ رام جي شهر روهڙيءَ ۾ سيٺ سندرداس جي گهر ۾ ٿيو. سندس والد جاين ٺهرائڻ جو مشهور مقاطعدار هو. هاسارام ابتدائي ۽ ثانوي تعليم روهڙيءَ شهر ۾

حاصل ڪئي، اسڪول ۾ سندس شمار هوشيار شاگردن ۾ ٿيندو هو. 1906ع ۾ مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪري وڌيڪ تعليم لاءِ بڙودي ڪاليج ۾ داخل ٿيو. جتي ڪيس اربندو گهوش جو شاگرد ٿي رهڻ جو شرف حاصل ٿيو. انهيءَ سال اربندو گهوش نوڪري ڇڏي، بنگال جي ورهاڱي جي خلاف هلچل ۾ شريڪ ٿيو. هاسارام هن ڪاليج مان فرسٽ ايئر پاس ڪري وڌيڪ تعليم انٽر ۽ بي اي (فلاسافي) فرگوسن ڪاليج پوني مان حاصل ڪئي. اتي هن جي ڪاليج جي پرنسپال پرانچپي ۽ پروفيسر ڪاروي پال گنگا ڌر تلڪ سان ڪافي ويجهڙائپ ٿي وئي ۽ ساڻن بحثن مباحثن ۾ حصو وٺندو هو. سورت ۾ حيدرآباد سنڌ جو ديوان ڏيارام گدو مل جج هو ان سان به واسطا ٿيس ۽ اهو رستو آخر تائين قائم رکيائين. اجا ڪاليج ۾ ئي هو ته 1908ع ۾ سندس لاڙڪاڻي جي سنت سوامي ڌرمداس سان واسطو ٿيو. جنهن کان گورو منتر وٺي سندس شيوا ڪندو رهيو. بي. اي پاس ڪرڻ کان پوءِ روهڙيءَ موٽي اچي، شهر ۾ 'سوامي ڌرمداس شيوا منڊلي' کوليائين. جنهن جون شاخون اُباوڙي، شڪارپور، ٽنڊي محمد خان، جيڪب آباد ۽ ٻين شهرن ۾ قائم ڪيائين. روزانو شام جو منڊليءَ ۾ ست سنگ ڪندو هو. 1917ع ۾ 'ست سنگت ولاس' پرچو ڪڍيائين ۽ 1919ع ۾ 'ڌرم درشن' اخبار/ مخزن ڪڍيائين. جنهن بابت ڪراچيءَ جي سنڌ آبزرور اخبار لکيو: "هي مخزن سون ۾ تورڻ جهڙو آهي".

(The magazine is worth its weight in gold)

ان کان سواءِ ٻيا ڪافي ڌرمي ڪتابڙا ڪڍيائين. جهڙوڪ: (1) من جيتي جڳ جيتي، (2) شري رامچندر، (3) گيان مالا، (4) استوتر هربهر، (5) سارڪتاولي سنڌيءَ ۾، (6) سک جي چاهه، (7) موڪش پندار، (8) اڇوت اُڌار، (9) Turn to God وغيره.

بي. اي کان پوءِ هاسارام ڪجهه وقت ريوينيو کاتي ۾ نوڪري ڪئي ۽ پوءِ تعليم کاتي ۾ گهڙيو ۽ ترقي ڪري حيدرآباد ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج جو هيڊ ماستر ٿيو. 1921ع ۾ مهاتما گانڌيءَ جي هلايل "قطع تعلقات" جي هلچل وقت نوڪري ڇڏي، ملڪي تحريڪ ۾ شامل ٿي ويو. قومي ڪم ڪندي روهڙي ۾ 'تلڪ قومي هاءِ اسڪول' ۽ 'تلڪ کاڌي فيڪٽري' کوليائين ۽ ڳوٺ ڳوٺ ۾ ڪانگريس جو سنيهو پهچائيندو رهيو. 1930ع ۾ لوڻ جي قاعدي ٽوڙڻ ڪري ڪيس 12 مهينا جيل جي سزا ملي. وري سکر بئراج کلڻ وقت 1932ع ۾ ڪيس وائسراءِ هند جي سکر ۾ اچڻ وقت هڪ آرڊيننس هيٺ گرفتار ڪري نظربند ڪيو ويو ۽ 15 ڏينهن کان پوءِ آزاد ڪيو ويو. 1927ع ۽ 1931ع وارين ٻوڏن وقت هن ماڻهن جي سهائتا لاءِ تمام گهڻو ڪم ڪيو. پنهنجن بمبئيءَ وارن دوستن کي اپيل ڪري اڌ لک رپيا گهرائي، سنڌ جي ڳوٺ ڳوٺ ۾ ورهايائين. پئسا، ڪمبل، ڪپڙا ۽ دوائون ورهائيندو رهيو هر هنڌ مُکين ۽ بزرگن هن کي مالي امداد ڏني. سندس خدمت کي ڏسي سرڪار به ڪيس ٻوڏ سهائتا ڪاميٽيءَ جو سيڪريٽري مقرر ڪيو. سوامي هاسارام ڪيترين ڌرمي ۽ سماجي تنظيمن جو صدر هو. جهڙوڪ: اباوڙي جي نيو اڪيڊميءَ جو مئنيجر، ڏهرڪيءَ جي ڇوڪرين جي اسڪول جو مئنيجر، گهڙهي ياسين جي سناتن ڌرم اسڪول جو مئنيجر ۽ جيڪب آباد جي والميڪ پاٺ شالا جو مئنيجر ٿي رهيو. روهڙيءَ جي شيوا منڊليءَ ۾ ڪم ڪندي، 1923ع ۾ پائي ڏيڻُو مل پاڻيا کان مليل 15 هزار روپين جي رقم سان سندس نالي سداورت جاري ڪيائين. 1935ع جي انڊيا ائڪٽ موجب نوان سُڌارا ٿيا ۽ پرڳڻن ۾ 1937ع ۾ نيون اسيمبليون قائم ٿيون. ڪانگريس پارٽيءَ فيصلو ڪيو ته مختلف تڪن ۾ ميمبر بيهاريا وڃن. هاسارام پمناڻيءَ کي روهڙيءَ ڊويزن مان اميدوار بيهاريو ويو ۽ ائين 1937ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ جي چونڊن ۾ هاسارام روهڙي سب ڊويزن مان سخت مخالفت جي باوجود ڪانگريس جي ٽڪيٽ تي ميمبر چونڊجي آيو. چونڊجڻ بعد هندو مسلم فرق بنا پنهنجي تڪ جي ماڻهن جي چڱي خدمت ڪيائين.

سال 1939ع ۾ سکر ۾ مسجد منزل گاهه جي سوال تان هندو مسلم ڇڪتاڻ پيدا ٿي ۽ ترت پڇت ڪنوررام جي شهادت جو واقعو پيش آيو. هاسارام ان بابت سنڌ اسيمبليءَ ۾ آواز اُٿاريو ۽ سخت تقرير ڪئي. ڪيس ڪنهن سان به وير وروڌ ڪو نه هو. هُو هندو مسلم ايڪتا جو پرچارڪ هو. پوءِ به ڪيس ڌمڪيون ملنديون رهيون. نيٺ 17 جولاءِ 1940ع تي جيئن ئي هو ميرپور ماٿيلي کان موٽندي روهڙي اسٽيشن تي لهي ڳوٺ وڃي رهيو هو ته رستي تي ڪن متعصب ماڻهن ڪيس گوليون هڻي شهيد ڪيو. سندس شهادت جي خبر سڄيءَ سنڌ ۾ باهه وانگر پکڙجي وئي. ٻري ٻري کان هزارين ماڻهو سندس آخري ديدار ڪرڻ لاءِ پهچي ويا. هر ماڻهوءَ جي اک اشڪبار هئي. 18 جولاءِ 1940ع تي سندس ارٿي وڏي مان شان سان ڪڍي وئي. ڪيترا پڇت، سنڌ جا وزير، سنڌ اسيمبليءَ جا ڪانگريسي ميمبر ۽ عملدار سندس آخري رسمن ۾ شريڪ ٿيا. هزارين عورتن، مردن سندس ارٿيءَ تي گل نڇاور ڪيا. جهُڙالي ڏينهن ۾ سندس اگني سنسڪار ڪيو ويو. سندس عمر 52 ورهيه هئي.

**پَنِ** (Reed Mace): هڪ قسم جو گاهه آهي، جيڪو بيٺل پاڻيءَ ۾ اُپرندو آهي. هي گاهه سڌن، اُين ۽ نرم ڪانن جي صورت ۾ ٿيندو آهي. پن گهڻو ڪري ڍنڍن ۽ ساريال پوک ۾ ٿيندي آهي. سنڌ ۾ پَنِ، ٻن قسمن جي ٿيندي



آهي. هڪ ڪوڙي پن، ٻي سچي پن. ڪوڙي پن کي 'سنڌي ول' يا 'سنڌڻ' به چوندا آهن. هن ڪوڙي پن جو قد سچي پن کان ننڍو ٿيندو آهي. سچي پن کي 'ريڙ' به سڏيندا آهن. اها گهڻو ڪري ڍنڍن ڍورن، آلاڻ ۽ سم تي ٿئي. هن جو قد 12 فوٽن کان به ڪڏهن ڪڏهن مٿي ٿيندو آهي. پن جي تيلن مٿان 'سنگ' يا 'سٽو' (ٻج) نڪري، جنهن جي مٿئين حصي مان پيلي ۽ ڦڪي رنگ جو سفوف يا ٻورو ملي ٿو جنهن مان ٻوري يا 'ٻوراڻي' ناهي ويندي آهي.

ان کي ماڻهو سنّي کُٽي ڪپهہ جي جاءِ تي ويهاڻن وغيره ۾ استعمال ڪندا آهن. جهنگراڙ، پن جي ڪچڙي پاڙ 'گوپ' وڏي چاهہ سان کائيندا آهن. پَن آگسٽ کان جنوري تائين ڦوهہ جوانيءَ ۾ هوندي آهي. پڪائي پن مان پکا، تڏا، تٺونرا، پينگها وغيره ٺاهيندا آهن.

پَنِ جي ٻوٽن ۾ سرجي ڪانن وانگر ڪانا ٿيندا آهن، پر سَرَ ۾ گُريون ٿينديون آهن ۽ پَن ۾ گريون نہ ٿينديون آهن، پر اُن جا ڪانا سڌا، اُيا ۽ نرم ٿيندا آهن. جيڪي سُڪڻ کان پوءِ ڪارسري- سليٽي رنگ جا ٿي ويندا آهن. پن جي ٻوٽن جي پنن مان تؤنريون ۽ پکا ٺهندا آهن. تؤنريون نرم انهيءَ ڪري ٿينديون آهن، جو هن گاهہ جا سنها پوپا چيچي گهاٽا ٿي ويندا آهن. تنهنڪري تؤنريون گهاٽي اڻڻ سبب بہ نرم ٿينديون آهن. جيڪي وڇائڻ، ويهڻ يا سُمهڻ وقت آرام ڏينديون آهن. ڍنڍن جي ڪپن تي رهندڙن جو وڇاڻو ئي جڻ تہ تؤنري آهي. پن جا ڪانا نرم تہ ٿيندا آهن، پر انهن ۾ پاڻيءَ جي چول سهڻ جي قوت گهٽي هوندي آهي. لانڍين جون پترون، مَنهَن جي ڇت تي وڇاڻو بہ پن جي ڪانن جو سنو ٺهندو آهي. پن جي ڪانن مان تُرها بہ ٺاهيندا آهن.

هن ٻوٽي جو سنگ ڪانهن وانگر ڪمائتو ٿيندو آهي. ڪانهن جي سنگن مان ٻوهہ نڪرندو آهي تہ پَن جي سنگ مان بہ ٻور نڪرندو آهي، جيڪو پيلي رنگ جو اٽي وانگر ٿيندو آهي. ماڻهو اهو ٻور ڳڙ ڪري، ان ۾ ڪنڊ، ڪشمش، ڊاکون ۽ ڦوٽا وجهي، موڙيون ٻڌي ٻاڦ تي اوٻاريندا تہ عجيب قسم جي ذائقيدار خوراڪ ٺهي پوندي آهي. جيڪا پاڻ بہ کائيندا آهن تہ سوکڙيءَ طور بہ ڏياري موڪليندا آهن. انهيءَ خوراڪ کي ٻوري ۽ 'ٻوراٽي' چوندا آهن. جيڪا شهرن ۾ بہ وڪرو ٿيندي آهي. پَن جو ٻوٽو سڄي ساريال ايراضيءَ ۾ سنڌ اندر ٿيندو آهي.

**پُنا:** ضلعي لاڙڪاڻي جي تعلقي قمبر ۾ هڪ ديهہ. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آهن:

شابراڻي، دڙي خوشحال، نصير محمد چانڊيو، محمد زمان چانڊيو ۽ الهہ آباد.

**پنا جو پيار (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب ٽيڪمداس پڳتاڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيزواري هن ڪتاب ۾ 92 صفحا آهن ۽ قيمت ٻہ آنا رکيل آهي. ڇاپو پهريون، چرچ مشن پريس ڪراچي، سال 1948ع ۾ ڇپايو.

**پنالال گهوش** (بانسري نواز): پنالال گهوش 31 جولاءِ 1911ع تي بنگلاديش جي بارسال واري ڳوٺ ۾ ڄائو سنگيت سنڌس گهر ۾ موجود هو سنڌس ڏاڏو هري ڪمار گهوش پنهنجي وقت جو بانسري، طبلي، ستار ۽ پکاوج جو مڃيل استاد هو هن پنهنجي ڏاڏي کان شروعاتي تعليم ورتي.



سنڌس وفات کان پوءِ پنهنجي چاچي ڀاورن جان کان سکيا ورتائين. پنا لال آخر تائين سکندو رهيو ۽ ڪڏهن بہ پاڻ کي استاد ڪونہ سڏايائين ۽ هميشہ فن جو پياسو رهيو. 17 سالن جي عمر ۾ پنا لال ڳوٺ ڇڏي ڪلڪتي هليو ويو جتي نہ ڪو سنگتي هئس ۽ نہ روزگار مليس. هو هتي وڏي آس ڪٽي آيو هو پر فن جي بيقدري ڏسي مجبور ٿي هن باڪسنگ شروع ڪئي. اهو 29- 1928ع جو زمانو هو هڪ دفعي آل انڊيا ريڊيو ميوزڪ چٽاپيٽي ٿي. هن بہ انيل بسوال جي معرفت جيڪو سنڌس ڳوٺائي ۽ ريڊيو جو پروڊيوسر هو چٽاپيٽيءَ ۾ حصو ورتو ۽ ڪامياب ٿيو. اهڙيءَ ريت هن پنهنجي فني زندگيءَ جو آغاز 1929ع ۾ آل انڊيا ريڊيو تي بانسري وڄائڻ سان ڪيو. جلد ئي بسوال کي نذرالاسلام جا ڪجهہ ڊراما ڪرڻا پيا تہ پنا لال انهن ۾ بانسريءَ جا خوبصورت تاثر(effects) ڏنا. سنڌس اهو ڪلاسيڪل انداز ڏاڍو پسند ڪيو ويو. پنالال کي اها ننڍي بانسري وڄائڻ ۾ مزو نہ ڏيندي هئي، ان ڪري هن تجربا شروع ڪيا. آخر هن اهڙي، بانسري ٺهرائي، جيڪا ڪلاسيڪل ۽ عوامي انگ وڄائڻ لاءِ موزون هئي. اها بانسري 32 انچ ڊگهي هئي ۽ قطر ۾ ساڍا چار انچ هئي. هيءَ تمام وڏي بانسري هئي، جنهن تي عام نموني هٿ رکڻ ممڪن نہ هو. ان ڪري اها ڳالهہ مشهور ٿي تہ پنالال آڱرين جي سرجري ڪرائي انهن کي وڏو ڪيو آهي؛ پر اهو اصل ۾ ائين نہ هو. اهو فقط سنڌس رياض جو ڪمال هو. اها بانسري ڪلڪتي جي آس پاس ٿيندڙ بانس مان ٺاهي وئي هئي، ۽ ان جو آواز ڪافي ٿلهو هو ۽ هيٺيان توڙي مٿيان سر ڪيڏي سگهندي هئي، پر ڦوڪ زبري گهربل هئي. 1930ع ۾ هن 'نيو ٿيٽر' ۾ راءِ چندر بورل سان ڳڏ ڪم ڪيو. 1937ع ۾ خوشي محمد خان جي شاگردي قبوليائين، جيڪو هارمونيم جو وڏو استاد هو. 1938ع ۾ هڪ ناچ جي طائفي سان ڳڏ يورپ ويو ۽ هي پهريون ڪلاسيڪي فنڪار هو جنهن يورپ ۾ فني مظاهرو ڪيو. 1940ع ۾ هن 'بمبئي ٽاڪيز' ۾ شموليت اختيار ڪئي. هن انهيءَ دؤر ۾ ڪلاسيڪي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ استاد علاءُالدين خان جي شاگردي اختيار ڪئي، اهو 1946ع جو سال هو. انهي زماني ۾ هن روي شنڪر کي پنهنجو استاد ڪرڻ چاهيو ٿي، پر روي شنڪر کيس چيو تہ هو عظيم فنڪار آهي. برصغير ۾ جهڙس ڪو بہ بانسري وڄائڻ وارو ناهي. ان تي پنالال کيس چيو تہ هو اڃا بہ عظيم ماڻهن وٽان سکي عظيم ٿيڻ ٿو چاهي.

هن آل انڊيا ريڊيو تان ايتري تہ بهتر بانسري وڄائي، جو سڄو برصغير کيس عزت جي نگاهہ سان ڏسڻ لڳو اها هن جي عظمت هئي، جو وقت جي تمام وڏن گائڪن استاد فياض خان ۽ اوم ڪرنات ٺاڪر کيس منٿون ڪيون تہ هو ساڻن ڳڏ بانسري وڄائي. هن وقت جي تمام وڏي گويي استاد عبدالڪريم سان ڳڏ بانسري وڄائي ۽ ان کان دُرپد گائيڪيءَ جا انگ سکيا. هي ٺمري دادرو وغيره تمام سٺي طريقي سان وڄائي سگهندو هو.

پنالال کي اهو بہ اعزاز آهي تہ هن ڇهن تارن وارو ۽ مٿين آوازن ڏيڻ وارو تانپورو ايجاد ڪيو ۽ هارمونيم کي برصغير جي موسيقيءَ ۾ متعارف ڪرايو. پنا لال ڪيترا راڳ بہ ايجاد ڪيا، جن مان ديپاوالي، چندرا مولي، پنجواتي، نوپرد واني، وغيره مشهور آهن. هن کي درٻاري راڳڻي حد

ڪان وڌيڪ وٺندي هئي. هن ڪيترين ئي فلمن ۾ سنگيت ڏني پر فلمي سنگيت کان هو ڪڏهن به مطمئن نه ٿيو. 1956ع ۾ ڪيس نيشنل 9- آرڪيسٽرا ۾ شامل ڪيو ويو. اهو هن لاءِ وڏو اعزاز هو اتي هو بانسريءَ تي راڳ جي سکيا ڏيندو هو. هُو مستقل رياض ڪندڙ فنڪار هو. پر خميس ڏينهن بانسري ڪونه وڄائيندو هو ۽ ’چپ جو روزو‘ رکندو هو.

هن کي 49 سالن جي عمر ۾ دل جو دورو پيو ۽ 20- اپريل 1960ع ۾ دهليءَ ۾ وفات ڪري ويو. سندس ورثو هري پرساد چوڙري، وي. جي ڪرناڊ ۽ ديواندر مرديشور سنڀاليو.

**پناھ آباد**: ضلعي جيڪب آباد جي تعلقي ٺل ۾ هڪ ديھ جو نالو، جنهن ۾ ’فيض محمد کوسو‘ ۽ ’آدم لاشاري‘ ڳوٺ موجود آهن.

**پناھ شُجراع**: ضلعي شڪارپور جي تعلقي خانپور ۾ هڪ ديھ، جنهن ۾ پناھ شجراع، حاجي ارباب خان ۽ حاجي ايوب جتوئي ڳوٺ شامل آهن.

**پناھ علي شاھ**: ناميارو تعليمدان ۽ اڳوڻو سيڪريٽري تعليم، سيد پناھ علي شاھ، 6 جنوري 1914ع تي لاڙڪاڻي شهر ۾ ڄائو. مختلف



تعليمي ادارن مان تعليم حاصل ڪرڻ کانپوءِ سنڌ جي مختلف درسگاهن ۾ تدريسي خدمتون سرانجام ڏيئي، ڊائريڪٽر اسڪولس ٿيو. سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ رجسٽرار ٿيو ۽ پوءِ سنڌ جي تعليم کاتي جو سيڪريٽري به رهيو. 1978ع ڌاري تعليم کاتي جي سيڪريٽريءَ جي عهدي تان رٽائر ٿيو. پناھ علي شاھ عمر جي آخري عرصي تائين سنڌ يونيورسٽيءَ جي سينيٽ توڙي سينڊيڪيٽ جو ميمبر رهيو. 13 ڊسمبر 2000ع تي حيدرآباد ۾ وفات ڪيائين. سندس تعليمي خدمتن جي مڃتا طور 1999ع ۾ سنڌ يونيورسٽي ماڊل اسڪول، ڄامشوري جو نالو سيد پناھ علي شاھ ماڊل اسڪول رکيو ويو آهي. پاڻ ’امسا‘ (Institute of Modern Science & Arts) نالي حيدرآباد ۾ هڪ تعليمي ادارو قائم ڪيو هئائين. جيڪو سنڌ خاص ڪري حيدرآباد ۾ اعليٰ معياري تعليم جي مقصد سان قائم ڪيو ويو هو. هن وقت اهو ادارو سندس نائي شفيق حيدر موسوي هلائي رهيو آهي.

**پناھگير**: هي هڪ عالمي اصطلاح آهي، جنهن موجب مختلف ملڪن مان هجرت ڪري ٻئي ڪنهن ملڪ ۾ پناھ وٺندڙن کي پناھگير سڏيو وڃي ٿو. 1947ع ۾ قيام پاڪستان بعد هندستان کان لڏي آيل مهاجرن جي تمام وڏي تعداد سنڌ ۾ اچي پناھ ورتي. ان پناھ جي نسبت سان پناھگير سنڌيءَ ۾ سندن لاءِ ڪتب اچڻ لڳو پر هو پاڻ کي مهاجر ۽ هاڻ نوان سنڌي سڏائين ٿا. ان کان سواءِ افغانستان مان آيل پناھگير به پاڪستان ۾ رهن ٿا. اڄڪلهه سڄيءَ دنيا اندر، جنگين سبب لڏي ٻين ملڪن ۾ ايندڙ پناھگيرن جي آبادڪاري ”عالمي مسئلو“ بنجي وئي آهي. هڪڙا پناھ گير مقامي ملڪن ۽ قومن جو حصو بنجي وڃن ٿا، پر ٻيا



پناھگيرن جي ڪئمپ

مستقل طور پناھگير رهڻ چاهين ٿا، جن جي آبادڪاري دنيا لاءِ هڪ وڏو مسئلو بڻيل آهي.

**پناڻي، مبين**: مشهور شاعر مبين پناڻيءَ جو اصل نالو عبدالمبين ولد



محمد حسن جمالي هو. هو بدين ضلعي جي پني ڳوٺ ۾ 19 جنوري 1935ع تي ڄائو. سنڌي فائنل تائين تعليم پرايائين. ان بعد پرائمري استاد مقرر ٿيو. سندس شاعريءَ جا ٻه مجموعا ’جذبات پناڻي‘ ۽ ’ڪتيون ڪئين قيد ۾ گذريون‘ ڇپيل آهن.

هن عوامي شاعر 2007ع ۾ وفات ڪئي.

**پن بجلي**: پاڻيءَ جي طاقت سان هلندڙ ’ڊائنامور‘ مان پيدا ٿيندڙ بجليءَ کي ’پن بجلي‘ چئبو آهي. جنهن جي پهرين مڪمل اڏاوت 1892ع ڌاري ڪئناڊا جي نياگرا نالي، دنيا جي وڏي ۾ وڏي آبشار وٽ ٿي. پاڪستان ۾ جيئن ته آبشار نه هئڻ جي برابر آهن، اُن ڪري پن بجلي پيدا ڪرڻ لاءِ نهرن کي استعمال ۾ آندو وڃي ٿو. ان مقصد سان ڪنهن نهر کي اوچائيءَ تي آڻي، ان جي پاڻيءَ کي هيٺ ڪيرائيندا آهن. مصنوعي طرح پيدا ڪيل اُن آبشار جي هيٺان چرخيون لڳايون وينديون آهن. جيڪي ڪرندڙ پاڻيءَ جي زور سبب ڦرڻ لڳنديون آهن. هڪ لوهي سيخ ذريعي اهي چرخيون جنريٽر سان ڳنڍيل هونديون آهن. چرخين جي ڦرڻ سبب، لوهي سيخ ذريعي چرخيءَ سان ڳنڍيل جنريٽر بجلي پيدا ڪرڻ شروع ڪندا آهن. جيڪا ڏورانهن علائقن تائين، تارن ذريعي پهچائي ويندي آهي. جن ملڪن ۾ ڪوئلو تمام گهٽ پيدا ٿئي ٿو اتي صنعت جي ترقيءَ لاءِ پن بجليءَ کي وڏي نعمت سمجهيو وڃي ٿو. پاڪستان ۾ جيتوڻيڪ ڪوئلو پيدا ٿئي ٿو. پر گهڻي وقت کان صنعتي گهرج لاءِ پن بجليءَ جو استعمال ڪيو وڃي ٿو. خيبر پختونخوا ۾ مالاڪنڊ، وارسڪ، درگئي، پنجاب ۾ رسول، ميانوالي، منگلا ۽ تربيلا ۽ سنڌ ۾ ڪوٽڙي پراجيڪٽ ذريعي پن بجلي پيدا ڪرڻ جون اسڪيمون عمل هيٺ آهن. اتر آمريڪا، ناروي، فرانس، اٽلي، سوئيڊن، سوئٽزرلينڊ ۽ اسپين پن بجلي پيدا ڪرڻ ۾ اڳڀرا آهن. هن طريقي سان پيدا ڪيل بجلي نسبتاً سستي هوندي آهي. پر جيڪڏهن ڪوئلي کي استعمال ڪيو وڃي ته شايد اڃا به سستي پوي. پهاڙي علائقن ۾ پاڻيءَ جي طاقت سان اٽي پيهڻ جون چڪيون به پن بجليءَ تي هلنديون آهن.

**پنبڻي**: منگر مڇيءَ جو هڪ قسم، جنهن جو منهن ۽ پُڇ سنهو ٿيندو آهي. هن مڇيءَ جو رنگ ميرانجهڙو هوندو آهي ۽ ان جي ڊيگهه اڌ فوٽ کان ٻن فوٽن تائين ٿيندي آهي. هن جو گوشت نرم ٿيندو آهي.

**پَنبو**: ڪنهن به جنس جو سٿو اَن. خاص ڪري ڪٽڪ جو خالص ۽ چٽيل صاف ٿيل اَن. ان صفا ڪري اُڪريءَ ۾ چڙي استعمال ڪندا آهن. خوشيءَ جي موقعي وارن ڳيچن ۾ هڪڙو ڳيچ انهيءَ قسم جو آهي ته "پنبو هم چڙيسان". ان عنوان سان زالن جا ڪافي ڳيچ آهن، جن ۾ اهو تاثر ڏنل هوندو آهي ته هي ان جي چڙاوت ڪن خاص پيارن ماڻهن لاءِ ڪئي وڃي ٿي.

چنڊيل صاف ٿيل ڪپهه کي به "پنبو" چوندا آهن. چاڪاڻ ته اها تمام اڇي ٿيندي آهي. ڪپهه صاف ڪرڻ جي اوزار کي به 'پنبو' چوندا آهن.

**پنبهه**: خوشيءَ جو ناچ، خاص ڪري هنيوڇي هٽڻ کي "پنبهه" چئبو آهي. هن ناچ ۾ تمام گهڻي خوشي ڏيکاري، ٽينگ ٽپا ڏبا آهن. آلڳيون ۽ بغليون هٽبيون آهن. اصطلاحاً، "پنبهه هٽڻ"، "پنبهي هٽڻ"، "پنبهيون هٽڻ" ۽ "پنبي هٽڻ"/ پبي هٽڻ ۽ ساڳئي قسم ۽ معنيٰ جا اصطلاح آهن.

**پنبي**[1]: تعلقي دادوءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هينيان ڳوٺ آباد آهن:

غلام حيدر گهلو، راڄو ديرو، ڳوٺ ميراڻي چانڊين، راڄي ديرو ڪلهوڙن جي مشهور منصب دار راڄو ليڪيءَ جو ٻڌايل چيو وڃي ٿو.

**پَنبِي**[2]: پنبي نالي سان دادو تعلقي ۾ ٽي ڍنڍون به موجود آهن. اهي ڍنڍون، پراڻي درياهه جي ڇڏيل ڊوري ۾ ٽن حصن ۾ ورهايل آهن. جيڪي درياهه سان ڳنڍيل آهن. اونهاري ۾ درياهه جو پاڻي هنن ڍنڍن کي ڀري ويندو آهي ۽ چينهري تي ڍنڍن جا منهن ٻڌي ڇڏيندا آهن. سنهڙي ڍنڍ به ساڳئي پراڻ جو حصو آهي. سنهڙي ۽ پنبي ڍنڍن تي مالوند ماڻهن جا ڪيترائي ڳوٺ آهن، جيڪي "پاڻ" سڏبا آهن.

**پنٿ**: واٽ، رستو، دڳ، طريقو يا ماڳ. ڪنهن ڌرمي اڳواڻ جو اختيار ڪيل عبادت، پوڄا يا پرچار جو طريقو "پنٿ" سڏبو آهي. ڪنهن خاص ڌرمي طريقي جي پوئلڳن جي گروهه کي به "پنٿ" چئبو آهي، جهڙوڪ: "سک پنٿ" ۽ "نات پنٿ" وغيره.

'پاري نگر پنٿ گهڻو سوڍا ٿارو ڏيس!'

**پنج آگرو**: پنجن سالن جي عُمر جو سُوئر، جنهن جا وَڄَ هٿ جي پنجن آڱرين جي ماپ جا هوندا آهن، اُن کي 'پنج آگرو سوئر' چوندا آهن.

**پنجاب**: سنڌو ماٿر جي تهذيب (انڊس ويلي سولائيزيشن) ۾ سنڌوءَ جو مٿيون علائقو (اپر انڊس ويلي) پنجاب سڏجي ٿو ان تي اهو نالو پنج + آب = پنج، پاڻي واري معنيٰ ۾ پنجن ندين جي وهڻ ڪري پيو اهي نديون آهن: ستلج، بياس، راوي، چناب ۽ جهلم. پنجاب جي سرزمين تهذيبي ۽ تمدني لحاظ کان تمام گهڻي قديم آهي، جنهن جا آثار سنڌو تهذيب جي اهم ماڳ هڙاپا مان بخوبي ڏسي سگهجن ٿا. هيءَ تهذيب سنڌو تهذيب جو نمونو آهي، جنهن جا ثقافتي اثر افغانستان ۽ خود ڏکڻ ايشيا ۾ ڏسڻ ۾ اچن ٿا. 1857ع ۾ لاهور- ملتان روڊ ٺاهڻ دوران هن تاريخي ماڳ هڙاپا کي ناقابل تلافي نقصان پهتو تنهن هوندي به معلوم ٿئي ٿو ته هتي گنڌاوا مهاجنداس موريا، ڪشن ۽ هندو شاهي وارين بادشاهن جا دؤر گذريا آهن. پنجاب تي مختلف وقتن تي اولهه کان يلغارون ٿينديون رهيون آهن ۽ مختلف ڌرين جهڙوڪ پارسين، يونانين، ترڪن ۽ افغانين حملا ڪري علائقي کي زير ڪيو. تاريخي طور هتي جا ثقافتي قدر اوائل کان هيل تائين هندومت، ٻڌمت، اسلام ۽ سک ازم عنصرن سان مطابقت رکندي نظر اچن ٿا. مثال طور: پنجاب ۾ موجود تاريخي ماڳ ٽيڪسيلا لاءِ روايت آهي ته هي شهر ڀهريون ڀيرو رامچندر جي ڀاءُ تڪش پٽ ڀرت آباد ڪيو. جتي دنيا جي قديم ترين يونيورسٽي تڪشلا هئي جنهن جا آثار موجود



پنجاب جو نقشو

آهن (ڏسو: ٽيڪسيلا) ۽ هتي ئي پاڻيٺي نالي وڏي ودوان دنيا جي هن پهرينءَ يونيورسٽيءَ ۾ پڙهايو ۽ هتي ئي سنسڪرت جو گرامر لکيو. پاڪستان ٺهڻ وقت پنجاب ورهائجي ويو جنهن مان مشرقي پنجاب ڀارت ۾ ۽ مغربي پنجاب پاڪستان ۾ شامل ٿيو ۽ هن وقت پنجاب پاڪستان جو هڪ صوبو آهي، جنهن کي پنجن درياهن جي سرزمين پڻ چيو وڃي ٿو اهي سڀ درياهه منڻ ڪوٽ واري هنڌ پنج ند وٽ، سنڌو درياهه ۾ اچي گڏجن ٿا. هن خطي تي تاريخي طور اهو نالو مغل دؤر ۾ شهنشاهه اڪبر جي دؤر کان استعمال ٿيڻ لڳو. پنجاب جون حدون مختلف دورن ۾ جدا جدا رهيون آهن. 1947ع کان پوءِ پنجاب جو اولهندو حصو پاڪستان جو صوبو بڻيو، جنهن ۾ ملتان ۽ اڳوڻي بهاولپور رياست به شامل آهي ۽ اڀرندو حصو ڀارت جي ٽن رياستن 'هماچل پرديش' پنجاب ۽ هرياڻا تي مشتمل آهي. مغلن جي دؤر کان اڳ هي علائقو ملتان صوبي، بهاولپور، پٽيالا ۽ ٻين ڪيترين ئي رياستن ۾ ورهايل هو. پنجاب جي اولهه ۾ ٿر ۽ ڏکڻ ۾ چولستان جا ريگستان آهن. هڙپا ۽ ٽيڪسيلا جا ڪنڊر هن صوبي جي قديم تهذيب جا شاهد آهن.

تاريخدانن موجب 327 ق. م ۾ سڪندر اعظم ايران فتح ڪرڻ کان پوءِ پنجاب جي هن علائقي ڏانهن وڌيو. درياهه جي ڪناري تي راجا پورس کي شڪست ڏئي، يونانين جو اقتدار قائم ڪيائين. چندر گپت موريا يونانين کي سنڌو ماٿر جي هن حصي مان ڪڍي موريا سلطنت جو بنياد وڌو.

پنجاب جي قديم ترين تهذيب جا زنده نشان هڙپا ۽ ٽيڪسيلا جي آثارن مان بخوبي ڏسي سگهجن ٿا، هتي 4000 ق.م دراوڙي تهذيب موجود هئي ۽ اوائلي هزار سال (ق.م) ۾ آرين اچي ننڍيون ننڍيون رياستون قائم ڪيون.

پنجاب تي مسلمانن جو پهريون حملو امير معاويي جي دؤر ۾ مهلب بن ابي سغره جي سرڪردگيءَ ۾ ٿيو، جيڪو ڪامياب نہ ٿيو پر بعد ۾ 711ع ۾ محمد بن قاسم سنڌ تي حملي بعد سنڌ وانگر پنجاب واري ڏکڻ اولهندي حصي تي قبضو ڄمائي ورتو ۽ محمود غزنويءَ پاران پنجاب تي ڪيل حملي تائين پنجاب تي عربن جو قبضو هو. پنجاب واري سموري علائقي جي صحيح معنيٰ ۾ مسلمانن جو تسلط محمود غزنويءَ جي دؤر ۾ 1001ع ۾ جئپال جي شڪست کائڻ سان ٿيو ۽ اهڙيءَ طرح 1022ع ۾ محمود غزنويءَ پنجاب کي سلطنت غزنيءَ سان ملائيندي لاهور ۾ ملڪ اياز کي پنهنجو خاص ايلچي مقرر ڪيو. جنهن بعد مسلسل محمود غزنويءَ جا



هڙاپا جا آثار

جانشين ئي پنجاب تي حڪمراني ڪندا آيا، 1192ع ۾ شهاب الدين تراوڙي واري مقام تي راجا پرٿويءَ کي شڪست ڏئي پنهنجي غلام قطب الدين ايبڪ کي هن علائقي جو حاڪم مقرر ڪيو قطب الدين ايبڪ پنهنجي سلطنت جي گاديءَ جو هنڌ دهلي مقرر ڪيو پر اڪثر پنجاب ۾ وقت گذاريائين ۽ سندس موت پڻ لاهور ۾ ٿيو 1451ع ۾ لوڌين حڪومت قائم ڪئي، جن کي 1526ع ۾ مغليہ سلطنت جي باني بابر شڪست ڏئي لاهور تي قبضو ڪري ورتو ان وچ ۾ شير شاهہ سوريءَ پڻ پنجاب تي قبضو ڪيو پر 15 سالن جي جلاوطني کان پوءِ همايونءَ ٻيهر ان جو قبضو ڇڏائي ورتو مغل شهنشاهہ اڪبر جي وقت کان پهرين پنجاب سياسي طور ٻن حصن ۾ ورهايل هو جنهن ۾ هڪ حصي تي سڌو سنئون مغلن جو غلبو هو ۽ ٻئي اترئين حصي تي مختلف راجائون ننڍڙين ننڍڙين رياستن جي صورت ۾ حڪمران ٻڌيل هئا، پر اڪبر جي وقت ۾ انهن سڀني ننڍين رياستن کي مغل سلطنت ۾ ضم ڪيو ويو مغل سلطنت وارو دؤر ئي هو جنهن ۾ سک هڪ طاقت طور اڀري آيا ۽ جيئن ئي اورنگزيب وفات ڪئي تہ هيڪاري سندن زور وڌي ويو ۽ نيٺ 18 صدي عيسويءَ جي آخر ۾ رنجيت سنگهہ جي اڳواڻيءَ هيٺ پنجاب تي قبضو ڪيو ويو ۽ تقريباً 40 سالن تائين سکن جي حڪومت قائم رهي ۽ برصغير ۾ انگريز واپارين مختلف هنڌن تي واپاري ڪوٺيون قائم ڪرڻ بعد سنڌ تي قبضي ڪرڻ جي ٿوري ئي عرصي کان پوءِ 1849ع ۾ انگريزن هن سرزمين تي قبضو ڪري برٽش اقتدار هيٺ آڻي ڇڏيو ۽ جڏهن 1947ع ۾ برصغير هند جو ورهاڱو ڪري نئين ملڪ اسلامي جمهوريہ پاڪستان جو وجود پيو تڏهن سنڌ، خيبر پختونخوا (سرحد) ۽ بلوچستان وانگر پنجاب کي بہ پاڪستان جو صوبو بڻايو ويو. پاڪستان ٺهڻ بعد رياستي سرشتي هيٺ صوبي ۾ مختلف وقتن تي گورنر ۽ وڏا وزير مقرر ٿيندا رهيا، جن جو تاريخ وار ترتيب سان هيٺ تذڪرو ڪجي ٿو

1947ع تائين پنجاب تي انگريزن جو اقتدار قائم رهيو ورهاڱي وقت انبالا ۽ جالنڌر وارن ضلعن کان سواءِ، ضلعي گورداسپور ۽ تعلقي چونيان جو اڌ حصو ڀارت ڏانهن هليو ويو جنهن کي 'اوپر پنجاب' جو نالو ڏنو ويو 14 آڪٽوبر 1955ع تي پنجاب صوبي کي، بهاولپور رياست سميت ون يونٽ (اولهہ پاڪستان) ۾ ضم ڪيو ويو ۽ پهرين جولاءِ 1970ع تائين پنجاب غير صوبائي حيثيت جو حامل رهيو لاهور کي ون يونٽ جو تخت گاهہ بنايو ويو هو ڀارت سان 1965ع ۽ 1971ع وارين جنگين ۾ شروعاتي ۽ اهم محاذ پنجاب جي سرحد تي کوليا ويا. وفاقي گاديءَ وارو هنڌ اسلام آباد، پنجاب ۾ راولپنڊي کان چئن ميلن جي فاصلي تي واقع آهي. 1977ع ۾ اسلامي ڪانفرنس بہ پنجاب (لاهور) ۾ منعقد ٿي.

پاڪستان جي قيام عمل ۾ اچڻ کان پوءِ پنجاب تي صوبائي حڪومت جي تناظر ۾ ترتيبوار هيٺيان گورنر مقرر ٿيندا آيا:

(1) 15 آگسٽ 1949ع کان 12 آگسٽ 1949ع تائين سر رابرٽ فرانس موڊي،

(2) 12 آگسٽ 1949ع کان 24 نومبر 1951ع تائين سردار عبدالرب نشتر

(3) 30 نومبر 1951ع کان 2 مئي 1953ع تائين آءِ آءِ چندريگر

(4) 4 مئي 1953ع کان 24 جون 1954ع تائين ميان امين الدين

(5) 24 سيپٽمبر کان 26 نومبر 1954ع تائين حبيب ابراهيم رحمت الله،

(6) 27 نومبر 1954ع کان 14 آڪٽوبر 1955ع تائين ميان مشتاق احمد گورماڻي،

(7) پهرين جولاءِ 1970ع کان 23 ڊسمبر 1971ع تائين ليفٽيننٽ جنرل عتيق الرحمان ،

(8) 23 ڊسمبر 1971ع کان 12 نومبر 1973ع تائين غلام مصطفيٰ کر،

(9) 12 نومبر 1973ع کان 13 جولاءِ 1975ع تائين نواب صادق حسين قريشي،

(10) 31 جولاءِ 1975ع کان 5 جولاءِ 1977ع تائين نواب محمد عباس عباسي،

(11) 5 جولاءِ 1977ع کان 18 سيپٽمبر 1978ع تائين جسٽس اسلم رياض حسين،

(12) 18 سيپٽمبر 1978ع کان 3 اپريل 1980ع تائين ليفٽيننٽ جنرل سوار خان،

(13) پهرين مئي 1980ع کان 1985ع تائين ليفٽيننٽ جنرل غلام جيلاني خان،

(14) ڊسمبر 1995ع کان ڊسمبر 1988ع تائين مخدوم سجاد حسين قريشي،

(15) ڊسمبر 1988ع کان آگسٽ 1990ع تائين جنرل (ر) ٽڪا خان،

(16) آگسٽ 1990ع کان آگسٽ 1992ع تائين ميان محمد اظهر،

(17) آگسٽ 1992ع کان 21 مئي 1995ع تائين چوڌري الطاف حسين،

(18) 19 جون 1995ع کان 5 نومبر 1996ع تائين ليفٽيننٽ (ر) راجا سروپ خان،

(19) 5 نومبر 1996ع کان 10 مارچ 1997ع تائين خواجہ طارق رحيم،

(20) 10 مارچ 1997ع کان 17 آگسٽ 1999ع تائين شاهد حميد،

(21) 17 آگسٽ 1999ع کان 21 آڪٽوبر 1999ع تائين ذوالفقار علي کوسا،

(22) 21 آڪٽوبر 1999ع کان 29 آڪٽوبر 2001ع تائين ليفٽيننٽ جنرل (ر) محمد صفدر،

(23) 29 آڪٽوبر 2001ع کان 16 مئي 2008ع تائين ليفٽيننٽ جنرل (ر) خالد مقبول،

(24) 17 مئي 2008ع کان 4 جنوري 2011ع تائين سلمان تاثير،

(25) 11 جنوري 2011ع کان حال تائين لطيف کوسا.

**پنجاب جا وزيراعليٰ:**

1947ع کان وٺي هيل تائين ملڪي سرشتي جي اصولن پٽاندر جيڪي به وزيراعليٰ منتخب ٿيندا آيا آهن، تن جو تعلق مختلف سياسي پارٽين سان رهيو آهي. هيٺ پنجاب جي وڏن وزيرن جو تفصيل ترتيبوار ڏجي ٿو:

(1) 15 آگسٽ 1947ع کان 25 جنوري 1929ع تائين افتخار حسين خان (مسلم ليگ).

(2) 25 جنوري 1949ع کان 5 اپريل 1951ع تائين گورنر رول.

(3) 15 اپريل 1951ع کان 3 اپريل 1953ع تائين ميان ممتاز دولتانا. (مسلم ليگ).

(4) 3 اپريل 1953ع کان 21 مئي 1955ع تائين فيروز خان نون. (مسلم ليگ)

(5) 21 مئي 1955ع کان 14 آڪٽوبر 1955ع تائين عبدالحميد خان دستي. (مسلم ليگ).

(6) 14 آڪٽوبر 1955ع کان 30 جون 1970ع ون يونٽ جي دؤر ۾ پوسٽ ختم ڪيل.

(7) پهرين جولاءِ 1970ع کان 2 مئي 1972ع تائين مارشلا.

(8) 2 مئي 1972ع کان 12 نومبر 1973ع تائين ملڪ معراج خالد. (پيپلز پارٽي).

(9) 12 نومبر 1973ع کان 15 مارچ 1974ع تائين غلام مصطفيٰ کر. (پيپلز پارٽي).

(10) 15 مارچ 1974ع کان 15 جولاءِ 1975ع تائين حنيف رامي. (پيپلز پارٽي).

(11) 15 جولاءِ 1975ع کان 5 جولاءِ 1977ع تائين صادق حسين قريشي. (پيپلز پارٽي).

(12) 5 جولاءِ 1977ع کان 9 اپريل 1985ع تائين مارشلا.

(13) 9 اپريل 1985ع کان 13 آگسٽ 1990ع تائين نواز شريف. (مسلم ليگ).

(14) 8 نومبر 1990ع کان 25 اپريل 1993ع تائين غلام حيدر وائين (اسلامي جمهوري اتحاد).

(15) 25 اپريل 1993ع کان 19 جولاءِ 1993ع تائين منظور وٽو (مسلم ليگ ج).

(16) 19 جولاءِ 1993ع کان 20 آڪٽوبر 1993ع تائين منظور الاهي (نگران).

(17) 20 آڪٽوبر 1993ع کان 13 سيپٽمبر 1995ع تائين منظور وٽو (هيو پيرو: مسلم ليگ ج).

(18) 13 سيپٽمبر 1995ع کان 3 نومبر 1996ع تائين صفدر علي نڪئي (مسلم ليگ ج)

(19) 3 نومبر 1996ع کان 16 نومبر 1996ع تائين منظور وٽو (ٻيون پيرو: مسلم ليگ ج)

(20) 16 نومبر 1996ع کان 20 فبروري 1997ع تائين ميان افضل حيات (قائم مقام)

(21) 20 فيبروري 1997ع کان 12 آڪٽوبر 1999ع تائين شهبازشريف (پهريون پيرو مسلم ليگ ن)

(22) 11 آڪٽوبر 1999ع کان 29 نومبر 2002 تائين گورنر رول.

(23) 29 نومبر 2002ع کان 18 نومبر 2007ع تائين چوڌري پرويز الاهي (مسلم ليگ ق)

(24) 19 نومبر 2007ع کان 11 اپريل 2008ع تائين شيخ اعجاز نثار (قائم مقام)

(25) 12 اپريل 2008ع کان 8 جون 2008ع تائين دوست محمد کوسو (مسلم ليگ ن).

(26) 8 جون 2008ع کان 25 فبروري 2009ع تائين شهباز شريف (مسلم ليگ ن).

• *25 فيبروري 2009ع کان 30 مارچ 2009ع تائين گورنر راڄ.*

(27) 30 مارچ 2009ع تي گورنر راڄ ختم ڪيو ويو جنهن بعد ٻيهر شهباز شريف کي پنجاب جي وزيراعليٰ طور بحال ڪيو ويو جيڪو اڄ تائين وزيراعليٰ آهي. تازو 25 فبروري 2011ع تي پنجاب جي گڏيل حڪومت مان پيپلزپارٽي پنجاب کي ڌار ڪيو ويو آهي.

پنجاب جي سرزمين اولياءِ الله ۽ صوفياءِ ڪرام جو مرڪز رهي آهي. حضرت داتا گنج بخش هجويري، شاهه ابو المعالي، پير مڪي، ميان مير سنڌي، مخدوم جهانيان جهان گشت، شاهه مقيم، غوث بهاءُ الدين زڪريا، شاهه شمس سبزواري، شاهه رڪن الدين عالم، بابا فريد، شاهه دولہ گجراتي، شاهه عنايت قادري، بابا بُلهي شاهه، سلطان باھُو شاهه جمال، مهرعلي شاهه، شيخ قلندر شاهه سهروردي، شاهه حسين ماڌو لال حسين، وارث شاهه، امام بري، سائين شير محمد، سيد قطب علي شاهه ۽ سيد محمد عبدالله شاهه، خواجه غلام



داتا دربار

وغيره هن سر زمين کي صوفي مسلڪ معرفت اسلامي تعليم سان منور ڪيو. هن وقت پنجاب جي گاديءَ جو هنڌ لاهور آهي. آباديءَ جي حساب سان پنجاب سڀني صوبن کان وڏو آهي، ان ڪري فوج ۽ بيورو ڪريسيءَ ۾ به پنجاب جي ماڻهن جي اڪثريت هئڻ ڪري ملڪ جي اقتدار ۽ وسيلن جي ورهاست ۾ پنجاب کي اهم حيثيت ۽ تسلط رهيو آهي. جنهنڪري ننڍن صوبن کي محروميءَ جو احساس ٿئي ٿو ۽ انهن کي پنجاب ۽ ان جي بالادستيءَ سان هميشہ شڪايت رهندي آئي آهي.

**پنجاب جو تاريخي ۽ نيم تاريخي دؤر:** پنجاب جو تمدني ماضي روشن رهيو آهي، سنڌو ماٿر جو حصو هئڻ ڪري هي خطو قدامت جي لحاظ کان دنيا جي قديم تمدنن ۾ شمار ٿئي ٿو. هن خطي جو تمدن همعصر تمدنن کان اعليٰ رهيو آهي. ان تمدن جون شاندار روايتون متعارف ڪرائڻ ۽ ان سلسلي کي جاري رکڻ ۾ پنجاب جي درياهي نظام جو وڏو عمل دخل رهيو آهي. پنجاب جو اهو درياهي نظام، دنيا جي پنجن عظيم درياهي نظامن مان هڪ آهي، جيڪو هتي جي ماڻهن لاءِ قدرتي عطيو آهي. درياهي پاڻيءَ جي سڄو سال فراهمي، برسات ۽ زير زمين جهجهي مقدار ۾ پاڻيءَ جي ڪري پنجاب جي سر زمين جي زرخيزي منفرد رهي آهي. گهڻي مقدار ۾ زرعي پيداوار، دولت جي گهڻائيءَ ۽ خوشحاليءَ جي ڪري هي خطو آڳاٽي وقت کان وٺي "سون جي جهرڪي" (سوني ڪي چڙيا) جي نالي سان مشهور رهيو آهي. هن خطي جي خوشحاليءَ جو ٻڌي ڪيترا حملي آور، واپاري، مبلغ ۽ ٻيا ماڻهو هتي آيا ۽ هتان جا ٿي ويا. انهن ۾

مندا، آريا، ايراني، يوناني، چيني، توراني، منگول، مغل، عرب ۽ يورپي ماڻهو شامل آهن. جيڪي هتي رهي هتي جي زبان سکي، پنهنجي مادري زبان بہ وساري ويٺا. سرزمين پنجاب جي زميني حالتن جو مطالعو تخليق ڪائنات جي ڪيترين حالتن سان جڙيو پيو آهي، ڇاڪاڻ تہ سر زمين پنجاب سنڌو ماٿر جي حوالي سان روءِ زمين جي قديم ترين خطن ۾ شمار ٿئي ٿي. دنيا جي گولي، زمين/خشڪيءَ، پٿرن/جبلن ۽ سمنڊن/درياهن جي صورت اختيار ڪرڻ لاءِ هڪ وڏو عرصو ورتو آهي. ماهرن جي راءِ موجب زمين تي موجود قديم پٿر جي دؤر جي عمر چار ارب ۽ 57 ڪروڙ سال هئي. ان بعد سمنڊن، درياهن ۽ ڍنڍن جنم ورتو برفاني دؤر ۾ هن خطي جو جابلو سلسلو تشڪيلي مرحلي مان گذريو ۽ هڪ اهڙو وقت بہ آيو جڏهن اهي جبل ٽٽا ۽ انهن جا وڏا وڏا ڍير لڙهي پوٺوهار جي علائقي ۾ اچي زمين ۾ جمي ويا ۽ اهڙيءَ طرح ٽلروٽ ۽ پنجور جي علائقي ۾ هڪ سخت زمين پيدا ٿي، جنهن کي ڪراوٽ چينڪو (Cravtchenko) ’سر زمين سوان‘ (Soan formation) جو نالو ڏنو ويو هتي جون زميني حالتون مسلسل تبديلين مان گذريون آهن. سوان واديءَ ۾ ڍهوڪ پٺاڻ، ٽلروٽ ۽ پنجور وارن هنڌن تان ڳاڙهي، گلابي ۽ ريتيلي مٽيءَ جا ڪجهہ تہ ملن ٿا، جن جي عمر ارضيات جي ماهرن ٻہ ڪروڙ سال ٻڌائي آهي. مٽيءَ جي انهن تهن مان گهوڙن ۽ ٻين چوپاين جون هڏيون بہ مليون آهن، اهڙيءَ ريت پوٺوهار جي علائقي ۾ سڀ کان پراڻا آثار ناگري ۽ ڍهوڪ پٺاڻ علائقو ملن




پنجاب ۾ [illegible] ندين جو ڏيک

ٿا، جيڪي شمير جي گليشرائي حالتن کان يقيني طور متاثر ٿيا هوندا. سڀ کان پهرين ان ڳالهہ جا اثر پوٺوهار جي علائقي ۾ ٽلروٽ ۽ پنجور جي هنڌن تان مليا آهن. جتي اهو عمل اٽڪل پنجويهہ لک سال پهرين ٿيو هو بلنديءَ جو عمل چار پنج لک سال اڳ شروع ٿيو نتيجي طور پنجاب علائقي جا بہ قديم درياهہ سوان ۽ ”هرو“ منظر عام تي آيا ۽ پوٺوهار جي علائقي موجوده صورت اختيار ڪئي. انهيءَ ئي زماني ۾ پنجاب جا باقي پنج درياهہ 15 لکن سالن کان 5 لک سال اڳ وچ واري عرصي ۾ ڪشمير مان وهندا، پنجاب جي علائقن ۾ جاري ٿيا. ان زماني ۾ هنن درياهن جا ڪنارا، موجوده ڪنارن کان 50 يا 100 دفعا بلند هئا، ان دؤر جي آخر ۾ هن علائقي جي برف پگهرجي وئي ۽ درياهن جي پاٽيءَ جي سطح هيٺ ڪرڻ لڳي ۽ آخرڪار انهن موجوده شڪل اختيار ڪري ورتي. پنجاب ۾ پوٺوهار جي علائقي ۾ واقع ”لوڻ جبل“ (ڪوهِ نمڪ) جي تخليق بابت ماهرن جو خيال آهي تہ ڪروڙين سال اڳ هن علائقي ۾ هڪ زلزلو اچڻ ڪري ”ڪوهہ نمڪ“ موجوده صورت ورتي، ان زماني ۾ پنجاب جي وچين علائقن (لاهور، گوجرانوالا وغيره) ميداني صورت اختيار ڪئي. زلزلي کان اٽڪل چار هزار سال پوءِ ڏکڻ پنجاب ۾ چولستان جو علائقو وجود ۾ آيو روايتن موجب آرين پنهنجا ڪتاب هن ڌرتي لکيا جن کي ويد چئجي ٿو جيڪي 1200 ق. م کان 800 ق.م جي وچئين عرصي ۾ تخليق ٿيو ان کان پوءِ آريا، يوناني، هندو، ٻڌ، جين ۽ مسلمان دورن جا ڪيترا ڪتاب، ”ڪتبا ۽ ”سڪا“ وغيره وملن ٿا، جيڪي پنجاب جي تمدني تاريخ جا شاهد آهن ۽ انهن جي مطالعي سان ان دور جي حالتن جو پتو پوي ٿو

هيءَ پاڪستان جو آبادي جي لحاظ کان وڏي ۾ وڏو ۽ ايراضي جي لحاظ کان ٻيو نمبر وڏو صوبو آهي. هن جي ڪل پکيڙ $205,344km^2$ ڪلوميٽر ۽ $79,284mi^2$ ماڻهو في چورس ڪلوميٽر آبادي رکي ٿو ۽ هن جي دور وار ڪل آبادي هن ريت رهي آهي:

(1) 1951ع ۾ 2,05,40,762
(2) 1961ع ۾ 2,54,63,974
(3) 1972ع ۾ 3,76,07,423
(4) 1981ع ۾ 4,72,92,441
(5) 1998ع ۾ 7,36,21,290
(6) 2009ع ۾ 8,15,93,586

پاڪستان جي ڪل آبادي مان 60 سيڪڙو ماڻهو رهائش پذير آهن. هي صوبو زرعي طور تمام گهڻو خوشحال آهي، يعني زرعي زمين، ريگستاني علائقيٰ (راجستان، چولستان) ۽ هماليا جبل جي چوٽين تي محيط آهي، خاص طور اترين پاسي جابلو علائقن ۾ ٿڌي موسم رهي ٿي، جتي عموماً سياري جي موسم ۾ برف باري ۽ اونهاري جي موسم خوشگوار موسم هوندي آهي. سماجي ۽ ثقافتي ريتن رسمن جي لحاظ کان هن صوبي جي پنهنجي الڳ سڃاڻپ آهي، هتي جي ٻولي پنجابي آهي، جيڪا شاهہ مکي رسم الخط تحت لکي وڃي ٿي، پاڪستان جي ٻين صوبن جيان هتي پڻ مختلف ٻوليون ڳالهائيندڙ ماڻهو رهن ٿا. جيڪي 77.23 سيڪڙو پنجابي، 17.36 سيڪڙو سرائيڪي، 4.51 اردو، 1.8 سيڪڙو پشتو 0.66 سيڪڙو بلوچي، 0.16 سيڪڙو سنڌي ۽ 0.95 ٻيون ٻوليون ڳالهائين ٿا. پنجاب ۾ آباديءَ جي نسبت سان 98.21 سيڪڙو مسلمان (مختلف فرقن سان تعلق رکندڙ، جن ۾ گهڻائي سنين جي آهي)، جڏهن تہ 1.31 سيڪڙو ٻين مذهبن جهڙوڪ: عيسائي، احمدي، هندو، سک، پارسي ۽ تجائي آبادي رهي ٿي. هن صوبي ۾ 36 ضلعا، جن ۾ اٽڪ، بهاولپور، بهاولنگر، پکر، چڪوال، جنيوٽ، ڊيرا غازي خان، فيصل آباد، گجرانوالا، گجرات، حافظ آباد، جهنگ، جهلم، ڪوٺ، خانيوال، خوشاب، لاهور، ليہ، لوڌران، منڊي بهاوالدين، ميانوالي، ملتان، مظفر ڳڙهہ، نارو وال، ننڪانا صاحب، اوڪاڙه، پاڪپتن، رحيم يارخان، راجن پور، راولپنڊي، ساهيوال، سرگوڌا، شيخو پوره، سيالڪوٽ، ٽوبا ٽيڪ سنگهہ، وهاڙي وغيره اچي وڃن ٿا، پنجاب ملڪي معيشيت ۾ زراعت، معدنيات ۽ ٻين مختلف قسمن جي پيداواري ذريعن سان ڪردار ادا ڪري ٿو جنهن ۾ جي ڊي پي (GDP) جي مد ۾ هڪ اندازي مطابق 51.8 سيڪڙو کان 54.7 سيڪڙو ادا ڪري ٿو. جڏهن تہ مختلف خدمتن هيٺ 52.1 سيڪڙو کان 64.5 ۽ 56.1 سيڪڙو

ڪان 61.5 سيڪڙو زرعي پيداوار ڏئي ٿو. زرعي لحاظ کان خوشحال صوبو آهي، جنهن ۾ خاص طور چانور، ڪمند، سورج مکي، ڪپهه، پاجيون، ميوا وغيره، هتان جي پيداوار ڳڻي سگهجي ٿي. جڏهن ته صنعتي ميدان ۾ هينئر پنجاب تيزيءَ سان ترقي ڪري پيو. هتي 68000 هزار صنعتي يونٽ آهن، جنهن ۾ هر قسم جي صنعت، جهڙوڪ: ڪپڙي ٺاهڻ، گاڏين، سيمينٽ، لوهه، تيل جي صفائيءَ جي ڪارخانن ڪانسواءِ گهريلو صنعت وغيره اچي وڃي ٿي. ان کان علاوه هتان ڪوئلي، گئس، پيٽرول، جابلو لوڻ، جپسم وغيره جا معدني ذخيرا به مليا آهن.

سرزمين پنجاب ۾ رهندڙن جي ٻولي، جيڪا دهليءَ کان وٺي خيرپور ٽاميوالا تائين ۽ پشاور کان وٺي جمون ۽ ڪشمير تائين ڳالهائي وڃي ٿي، جيتوڻيڪ هن ٻوليءَ جي لهجن ڪي جدا جدا هنڌن تي مختلف نالن سان سڏيو وڃي ٿو جيڪي مشرقي پنجابي ۽ مغربي پنجابي (لهندا) جون شاخون ۽ نالا آهن. جيئن ته: پٺياٽي، پواڌي، دوآبي، بالوي، پهاڙي، سرائيڪي، رياستي، ملتاني، ڇاڇي، پوٺوهاري، شاهپوري، ماجهي ۽ هندڪو وغيره. ان هوندي به روزمره جي استعمال ۽ ادبي اظهار لاءِ هڪڙي ئي ٻولي استعمال ٿيندي آهي، جيڪا لاهوري ۽ سرائيڪيءَ جو وچيون لهجو آهي. هن ٻوليءَ لاءِ 'پنجابي' جو لفظ پهريون ڀيرو 1080هه/ 1669ع ۾ حافظ برخوردار مفتاح الفقہ ۾ استعمال ڪيو.

پنجابي ٻوليءَ جي ابتدا ۽ اسلوب بابت ڪافي اختلاف نظر اچي ٿو. 'بادا بُڌ سنگهه' مطابق پنجابيءَ جو جسم سنسڪرتي آهي، پر ان جو لباس بدلبو رهيو آهي. جڏهن سنسڪرت بگڙي ته پراڪرت وجود ۾ آئي. پراڪرت مان اپڀرنش ٿي ۽ ان مان پنجابي ٻولي ٺهي. هڪ ٻيو طبقو ان جي ابتڙ ارتقاء جي ڳالهه ڪري ٿو. يعني هتان جي اصلوڪي پراڪرت اڳ موجود هئي، جنهن تي پوءِ سنسڪرت جو اثر پيو ۽ ائين اپڀرنش وجود ۾ آئي، جنهن مان پنجابي ٺهي، ڪي عالم سموري سنڌو ماٿريءَ جي ٻولين ڪي هڪ ئي اصلوڪي ماءُ ٻوليءَ مان نڪتل مڃين ٿا، جيئن ته اها هڪ وسيع علائقي جي ٻولي آهي، ان جي مختلف لهجن ۽ محاورن ۾ فرق آهي، ان ڪري ئي پنجابيءَ جي جدا جدا محاورن ڪي جدا جدا ٻولين جا نالا ڏنا ويا آهن. سر. جي. گريئرسن پنهنجي ڪتاب "لنگئسٽڪ سروي آف انڊيا" ۾ انهن تي تفصيل سان روشني وڌي آهي.

هونئن ته پنجاب جي رهواسين ۽ پنجابي ڳالهائيندڙن ڪي "پنجابي" چئبو آهي، پر سنڌ ۾ ڪيترائي ماڻهو سنڌي ٿي وڃڻ باوجود پنهنجي سڃاڻپ پنهنجي قديم وطن جي نسبت پنجابي رکندا اچن. هندن جي ستن ورنن (ذاتين) مان هڪ ورن جو نالو "پنجابي" آهي، جنهن مان سنڌ جا ناليوارا ليکڪ گوبند پنجابي موهن پنجابي ٿي گذريا آهن. سندري اتمچنداڻيءَ ۽ اي جي اتم جي نياڻيءَ آشا چاند جو گهر وارو 'چاند پنجابي' آهي. انڊڙن، پاهڻن، واتڙا سمن ۽ ملاحن جي هڪ پاڙي جو نالو به "پنجابي" آهي، سنڌ ۾ آباد ڪيترا پنجابي ڪجهه نسلن کان پوءِ مڪمل سنڌي ٿي ويا آهن. سنڌ جي گورنر جو اڳوڻو صلاحڪار محترم وهاب شيخ انهن مان هڪ آهي، سنڌ ۽ پنجاب ۾ ڪيتريون ئي ذاتيون اهڙيون آهن، جيڪي ٻنهي هنڌن تي آباد آهن. جيئن کرل، پٽي، سيال، جويا ۽ کوکر وغيره.

**پنجابي ٻولي جي اصليت ۽ تاريخي جائزو:** پنجابي ٻوليءَ جي باري ۾ ماهرن جا ٻه رايا آهن. هڪ موجب پنجابي ٻولي جو بڻ بنياد آرين جي ٻولين جي ڪٽنب منجهان آهي، جڏهن ته ٻئي نظريي موجب پنجابي ٻولي دراوڙي ٻولين جي ڪٽنب سان واسطو رکي ٿي. ڏٺو وڃي ته ڏکڻ ايشيا جي ٻولين کي ٽن وڏن گروهن ۾ هيٺين ريت ورهايو ويو آهي:

1. **جابلو علائقن جون ٻوليون:** پوٺاني، نيپالي ۽ بروهي ٻوليون. جن جو اثر پنجابي ٻوليءَ تي ڪو نه پيو.

2. **منڊا قبيلن جون ٻوليون:** هي ٻوليون وچ ڀارت جي رهواسين، جهڙوڪ ڀيل، ڪولهي ۽ سنٿال قبيلا ڳالهائين ٿا ۽ هنن ٻولين جو اثر پنجابي ٻوليءَ ٿورو گهڻو قبول ڪري ورتو آهي.

3. **دراوڙي ٻوليون:** هي هندستان جي ڏاکڻين حصي جون ٻوليون سمجهيون وڃن ٿيون، جنهن ۾ براهوي ٻوليءَ جو هن گروهه سان لاڳاپو آهي. ماهرن جي خيال موجب پنجابيءَ جو وجود سنسڪرت کان اڳ ۾ هو ۽ اهو سچ آهي ته سنسڪرت ٻوليءَ جو پنجابيءَ تي اثر ضرور پيو آهي ۽ پنجابي ٻوليءَ ۾ سنسڪرت جا ڪافي لفظ ملن ٿا. هن ٻوليءَ جي گرامر جو بنياد پڻ سنسڪرت تان ورتل ٿو ڏسجي، جڏهن ته سڄي ايشيا ۾ سنسڪرت جو وجود ڪونهي، پر پنجابي ٻولي موجود آهي، ان ڪري اهو چئي سگهجي ٿو ته پنجابي ٻوليءَ جون پاڙون سنڌو سڀيتا جي ٻئي وڏي شهر هڙپا ۾ ڪتل هجڻ ڪري هن ٻوليءَ جو دراوڙي ٻولين جي ڪٽنب (Stock or Family) سان ڳانڍاپو آهي. پاڪستان ۾ پنجابي ٻوليءَ کي فارسي لپيءَ ۾ لکيو وڃي ٿو جڏهن ته اوڀر پنجاب هندستان جو حصو هجڻ ڪري اتان جي پنجابي ادب کي ان جي اصلوڪي لپي يعني گُرمکيءَ ۾ لکيو وڃي ٿو. ان ڪري پنجابي ادب کي وڏو ڇيهو رسيو آهي.

پنجابي ٻوليءَ کي هيٺين جدا جدا پنجن دورن ۾ ورهائي سگهجي ٿو: (1) 1526ع کان اڳ جو دور؛ (2) بابا گرونانڪ جو دور؛ (3) 1526ع کان 1707ع جو دور؛ (4) 1707ع کان 1849ع وارو دور ۽ (5) 1849ع کان پوءِ موجوده دؤر تائين.

'موهن سنگهه'، پنجابي ادب جي شروعات "ناٿ جوڳين" سان ڪئي آهي، سندس راءِ ۾ قديم پنجابي اها ئي اپڀرنش آهي، جيڪا 'پشاچي' جي نالي سان مشهور آهي. ان دور جي پنجابي ٻوليءَ ۾ جوڳين ۽ مسلمانن ٻنهي جو حصو آهي. جوڳي شاعرن ۾ چرپٽ ناٿ، گورک ناٿ، چورنگي ناٿ، پورن ڀڳت، رتن ناٿ ۽ حاجي بابا رتن اچي وڃن ٿا ۽ مسلمانن ۾ مسعود سعد سلمان، بابا فريد گنج شڪر ۽ امير خسرو وغيره شامل آهن.

1469ع کان 1539ع جي وچ ڌاري سک ڌرم جي بانيءَ بابا گرونانڪ پنجابي ٻوليءَ جو پهريون ڪلام لکيو جيڪو 'گرنٿ صاحب' ۾ موجود آهي. هن پنهنجي مذهبي تعليم پنجابي ٻوليءَ ۾ ڏني ته جيئن ماڻهو هدايت وٺن.

پنجابي ٻوليءَ ۾ نثر به ملي ٿو. پنجابي ٻوليءَ جا گرامر به لکيا ويا. هن دؤر جي شاعرن ۾ وارث شاهه، بُلهي شاهه، علي حيدر، خواجه فقير، هاشم شاهه، قادر يار، احمد يار، عبدالحڪيم بهاولپوري، ميان لطف علي، مولوي محمد مسلم (مصنف عجائب القصص) ڳڻي سگهجن ٿا.

پنجابي ادب جو پنجون دور 1849ع کان شروع ٿيو، جنهن ۾ انگريزي ٻوليءَ سان گڏ اردو به عام ٿيڻ لڳي. هندن اردوءَ جي مخالفت ڪئي ته مسلمانن پنجابيءَ جي بدران اردوءَ تي وڌيڪ زور ڏنو. 1947ع ۾ پنجاب صوبي جي ٻن حصن ۾ ورهاڱي کان پوءِ مشرقي پنجاب، پنجابي ٻوليءَ جو مرڪز بنجي ويو ۽ پنجابي ادب جي لاءِ تحرير جو ذريعو گرمکي لپي مقرر ٿي. جڏهن ته پاڪستان ۾ پنجابي تصنيفن لاءِ خط نستعليق (شاهه مکي) رائج ڪيو ويو.

جديد دور ۾ معياري پنجابي ادب کي ترقي ڏيڻ لاءِ باقاعدي مجلسون ۽ ادارا قائم ڪيا ويا آهن. ماهنامه "پنج دريا"، ماهنامه "پنجابي ادب"، "سوير انٽرنيشنل"، "لهران" ۽ ٻيا رسالا ۽ مخزنون پنجابي ٻوليءَ جي اشاعت ۽ واڌ لاءِ ڪم ڪري رهيون آهن. پنجابيءَ جي مقامي محاورن (پنجابيءَ جي حامين جي راءِ) مان سرائيڪي ۽ هندي ٻولين پنهنجي علحده ادبي حيثيت حاصل ڪري ورتي آهي. اهڙيءَ ريت هاڻي آهستي آهستي پنجابي ٻولي فقط لاهور تائين ئي محدود ٿيندي ٿي وڃي، ڏٺو وڃي ته پنجابي اديبن ۽ محققن پنجابي ٻوليءَ جي گرامر ۽ لغات تي تازو ئي ڌيان ڏنو آهي ۽ ڪيترا ڪتاب ۽ لغتون تيار ڪيون آهن.

**قديم پنجابي ادب (1526ع کان اڳ جو ادب) (Medieval Panjabi Literature):** قديم پنجابي ادب جيڪو پرنش ڀشا جي نالي سان مشهور ٿيو، هن ۾ ڪجهه جوڳين ۽ ناٿن جي حصي ڪانسواءِ ڪجهه صوفين ۽ جوڳي شاعرن جو حصو پڻ سمجهيو وڃي ٿو. جنهن ۾ چرپٽ ناٿ، چورنگي ناٿ يا پورن ڀڳت، رتن ناٿ يا حاجي بابا رتن جا نالا وٺي سگهجن ٿا، جن جو ڪلام، شبدن ۽ شلوڪن جي صورت ۾ ملي ٿو. هن دور ۾ هڪ مسلمان مسعود سعد سلمان جو نالو پڻ ملي ٿو، جنهن "بارهه ماهي" ۽ "ست واري" چيا هئا. هن کان پوءِ بابا فريد شڪر گنج (1173-1265ع) جو ڪجهه ڪلام هندي نسخن ۾ ملي ٿو. بابا گرونانڪ صاحب (1429-1538ع) جنهن جي هدايت ۽ نيڪيءَ جي املهه موتين کي پنجابي ۽ سرائيڪي 'گرنٿ صاحب' ۾ محفوظ ڪيو ويو، جنهن کي پنجابي زبان جو پهريون مستند ڪلام چئي سگهجي ٿو.

(1) **مغلن جو دور (1513 کان 1593ع):** هن دور ۾ پنجابي جي جن وڏن شاعرن جو ڪلام ملي ٿو انهن ۾ شاهه حسين (1556-1605ع) پنجابي ڪافين جي صنف ۾ نهايت اعليٰ قسم جو شاعر ٿي گذريو آهي، جنهن پنهنجي ڪلام ۾ هير رانجهي جي ڪردارن کي علامت طور پيش ڪيو.

(2) **دمودر (1556 کان 1605ع):** جنهن هير رانجهي جي قصي کي پهريون دفعو پنجابي ۾ ڳايو.

(3) **پيلو:** مرزا صاحبان جو قصو پهريون دفعو پنجابي ٻوليءَ ۾ ڳايو.

(4) سلطان باهو (1631-1691ع) اول درجي جو صوفي شاعر هو جنهن چاليهن کان وڌيڪ ڪتاب لکيا، سندس ٻوليءَ ۾ جهنگ جي علائقي واري سرائيڪي جو مناس آهي.

(5) **حافظ برخوردار** (1669ع) وڏو عالم ۽ فاضل هو جنهن عوامي داستانن کان سواءِ فقه ۽ تفسير تي پڻ ڪتاب لکيا، سندس ڪلام ۾ مرزا صاحبان، يوسف زليخان، سسئي پنهون، فرايض ورث، جنگ نامه، امام حسين عليہ السّلام، قصيده غوثيه، چرخ نامه ۽ اٺويهن رسالن تي مبني انواع برخوردار هڪ وڏو ڪارنامو آهي، پنجابي ادب جي تاريخ ۾ حافظ برخوردار کي سورهين صديءَ جو نمائندو شاعر مڃيو وڃي ٿو.

**احمد گوجر:** احمد گوجر هير رانجهي جي عوامي داستان کي طويل بيتن جي صورت ۾ منظوم ڪيو هن کان سواءِ ڇجو ڀڳت لاهوري پڻ اهم شاعر ٿي گذريو آهي، جنهن گيتا جو منظوم ترجمو ڪيو هن دور ۾ جيڪي ٻيا اهم شاعر ٿي گذريا آهن، انهن ۾ عبدالله لاهوري، ڪمال الدين شاهه ظريف، پير محمد ۽ معزالدين اسلام، طب ۽ جنگ نامن جهڙن موضوعن تي شاعري ڪئي، هتي اهو ياد رهي ته مغل دؤر ۾ پنجابي ادب ۾ نثر تي ڪنهن به قسم جو ڪم نه ٿي سگهيو.

**پنجابي ادب جو ٻيو دور (1707 کان 1849ع) (بلهي شاهه ۽ وارث شاهه جو دؤر):** هن دور ۾ پنجابي ادب تي نثر ۾ پڻ ڪم ٿيو ۽ انگريزن دلچسپي ورتي ۽ پنجابي ٻوليءَ جو گرامر هن دور ۾ لکيو ويو. هن دور ۾ انجيل مقدس جو پنجابيءَ ۾ ترجمو ٿيو ۽ پنجابي ٻوليءَ تي فارسيءَ جو گهڻو اثر پيو. هن دؤر ۾ جيڪي اهم شاعر ٿي گذريا، انهن ۾: **علي حيدر (1698 کان 1758ع)** پنجابي جو اهڙو شاعر ٿي گذريو آهي، جنهن جي ڪلام ۾ موسيقيءَ سان گڏوگڏ صوفياڻو رنگ پڻ موجود آهي، هن جون سي حرفيون مشهور آهن.

**نجابت کوي** (ارڙهين صدي جي شروعات) هن شاعر جي ڪلام ۾ "نادر شاهه دي وار" اهم آهن. پنجابي جي اهم شاعرن ۾ مقبول (1718-1747) ۽ خواجه فريد فقير (1720-1790) جو ڪلام هير رانجهي، سي حرفين، جنگ نامه ۽ ڪسب نامه جي صورت ۾ موجود آهي.

**سيد بلهي شاهه (1680-1757ع):** پنجابي ٻوليءَ جو سڀ کان وڏو انقلابي شاعر جنهن نندي ڪنڊ ۾ ان وقت موجود مذهبي ڪٽرپڻي ۽ نسلي مت ڀيد جي گهٽ ۽ ٻوسٽ خلاف احتجاج طور آواز بلند ڪيو. سندس شدت، جوش، اصلاح، سوچ، ڪوڙ ۽ منافقت خلاف حق ۽ سچ جي مزاحمت سندس شاعريءَ جون خاص خوبيون آهن، سندس والد صاحب اصل اچ گيلانيان جو وينل هو، جيڪو ان وقت سنڌ جو حصو هيو. بلهي شاهه رڳو ڇهن ورهين جو هو ته سندس والد صاحب لڏي وڃي قصور شهر ۾ ويلو سندس ڪلام گهڻو تڻو پنجابيءَ سان گڏ سرائيڪيءَ ۾ به آهن.



**وارث شاهه (1722-1798ع):** وارث شاهه کي پنجابي ادب جو سرموڙ شاعر ۽ پنجابي ادب جو شيڪسپيئر پڻ چيو وڃي ٿو. پنجاب جي عوامي داستان هير رانجهي کي شاعريءَ جو روپ ڏئي هن "هير" جي ڪردار کي هميشه لاءِ جياري ڇڏيو.

**احمد يار (1768-1847ع)** احمد يار پنجاب جي عشقيه داستانن هير رانجهو، سسئي پنهون، سيف الملوڪ ۽ طب احمد يار خان سميت اٽڪل چاليهه کن ڪتاب لکيا ۽ ان ڪري ڪيس پنجابي ٻوليءَ جي پهرئين نقاد طور مڃيو وڃي ٿو.

**قادريار (1802-1850ع):** هاشم خان سڪن جي دور ۾ پنجابي ٻوليءَ جو سڀ کان وڏو شاعر سمجهيو وڃي ٿو، جنهن پنجاب جا لوڪ داستان،

جھڙوڪ: سسئي پنهون، سهڻي ۽ ماهيوال تخليق ڪيا. ساڳئي دور ۾ عبدالحڪيم بهاولپوري، ميان لطف علي، شاهه محمد ۽ مولوي محمد اسلم، يوسف زليخان، سيفل نامه، سڪان دي وار جهڙن ڪتابن لکڻ ڪانسواءِ انگريزن جي خلاف پڻ قلم کنيو.

**پنجابي ادب جو ٽيون دور:(Third Period) :(انگريزن جو دور 1849ع ۽ ان کانپوءِ).**

پنجاب تي انگريزن جي قبضي کان پوءِ عوام ۾ سماجي، معاشي ۽ سياسي طور وڏي تبديلي اچڻ سان گڏوگڏ پنجاب ۾ اردوءَ کي پڻ سرڪاري ٻوليءَ جو درجو ڏنو ويو، هن ڏس ۾ آريا سماج جي اثر هيٺ هندن ۽ سکن اردوءَ جي سرڪاري ٻوليءَ طور سخت مخالفت ڪئي، پر پنجابي مسلمانن پنهنجي ماءُ جي ٻوليءَ جي ڀيٽ ۾ اردوءَ کي پليڪار ڇيو. هن دور ۾ پنجابي ادب ۾ شاعريءَ جي اساسي روايتن ۽ ادب جي جديد روايتن جا ٻه گروهه موجود هئا، هن قسم جي ڪلاسيڪل روايتن جي ٻنيرائي ڪندڙن ۾ سيد فضل شاهه، ميان محمد بخش ۽ هدايت الله اهم جاءِ والارين ٿا.

**خواجه غلام فريد (1841 کان 1904ع)** پنجاب (سرائيڪي خطي) جي سرائڪي صوفي شاعرن ۾ بلهي شاهه کان پوءِ خواجه غلام فريد تمام وڏو نالو آهي. سندس شاعريءَ ۾ عوامي جيوت ۽ عوامي سوچ ڏارا جي گهڻي جهلڪ ملي ٿي، پاڻ بنيادي طور سرائڪيءَ جو شاعر هجڻ سان گڏوگڏ عربي، فارسي، سنڌي ۽ مارواڙي ٻولين تي پڻ عبور رکندو هو. خواجه غلام فريد کي سرائڪي ٻوليءَ جو وڏي ۾ وڏو شاعر ۽ سرائڪي ثقافت جو امين مڃيو وڃي ٿو. هن دؤر جي



ٻين اديبن ۽ شاعرن ۾ مولوي غلام رسول، سيد شهاب الدين، فيروز الدين شرف، بابو ڪرم امرتسري، مولانا بخش ڪشته، جوشو فضل الدين. لال دين قيصر ٿي گذريا آهن. جن پنجابي ادب کي تمام گهڻو شاهوڪار ۽ مالامال ڪيو. پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ کان پوءِ پنجابي ادبي اڪيڊمي، مجلس شاهه حسين لاهور قائم ٿيون ۽ سال 71-1970ع ۾ پنجاب يونيورسٽيءَ ۾ ايم. اي جا ڪلاس پنجابي ٻوليءَ ۾ شروع ڪيا ويا. تازو پنجابي قومپرستن جي جدوجهد ڪانپوءِ پنجابيءَ کي هيٺين درجن ۾ پڙهڻ جي اجازت ملي آهي.

**جديد پنجابي ادب (Modern Punjabi Litrature):** ڏٺو وڃي ته جديد پنجابي ادب تي انگريزي، روسي ۽ فرينچ ادب جو تمام گهڻو اثر موجود آهي، پاڪستان کان اڳ ۽ پوءِ جي اديبن ۽ شاعرن کان سواءِ پنجابي جي نئين ٽهي پنهنجي ادب جي واڌاري لاءِ تمام گهڻي جاکوڙ ڪئي آهي، هن ڏس ۾ مقالا نگاري، ڪهاڻي، نظم، گيت، آزاد نظم، ناول، ڊراما، ريڊيو ۽ ٽيليويزن ڊرامن، تاريخ ۽ ۽ ادب تي ڪم ٿيو آهي، جديد پنجابي شاعريءَ جي صنفن ۾ احمد راهيءَ جو 'ترنجڻ' ۽ شهزاد قيصر جو 'دوجي اک' جديديت جو جا عڪاس آهن. هن وقت 'لهران'، 'سوير انٽرنيشنل'، ٽماهي پنجابي ادب رسالن ڪانسواءِ مسعود کدر پوش ٽرسٽ ۽ سچيت ڪتاب گهر لاهور پنجابي ادب کي هر صنف ۾ مالا مال ڪرڻ لاءِ ڪوششون ڪري رهيا آهن ۽ پنجابيءَ ۾ افسانن، ناولن، شاعريءَ، لغات، تنقيد ۽ تاريخ تي ڪافي ڪتاب ڇپجي رهيا آهن.

**پنجاب جا لوڪ ناچ (Folk Dances of Pnujab):** جيئن ته پنجاب جو صوبو ننڍين ننڍين ثقافتن ۽ گهڻن لهجن (Dialects) ۾ ورهايل هجڻ ڪري هتي جا لوڪ ناچ پڻ مختلف قسمن جا آهن، جي هيٺ ڏجن ٿا: (1) سمي، (2) ڀنگڙا، (3) لُڏي، (4) دهريس يا جهُمر، (5) گدها، (6) ڪڪلي، (7) باگهي، (8) جهلي، (9) ڦمڻيان، (10) ڏمال، (11) اڊي ڇڙيا.



**پنجابي شاعري:** پنجابي ادب ۾ شاعريءَ جي ابتدا يارهين صدي عيسويءَ جي شروعات ۾ محمود غزنويءَ جي پنجاب فتح ڪرڻ وقت ٿي. پنجابيءَ ۾ ٻهرين مستند شعري تصنيف چشتي طريقي جي مشهور صوفي بزرگ شيخ فريد (1173-1265ع) جا دوها شمار ڪيا وڃن ٿا، جيڪي سکن جي مذهبي ڪتاب "گرو گرنٿ" ۾ شامل آهن. جيڪو 1604ع ۾ مرتب ٿيو هو.

شيخ فريد (بابا فريد) جي ڪلام مان 2500 شعر ۽ ٽي مناجاتون گرو گرنٿ جي مستند جلد ۾ موجود آهن. اها شاعري نهايت بلند معيار جي آهي. شيخ فريد جي ٻولي اعليٰ ۽ خوبصورت آهي، هن جي ڪلام ۾ خوديءَ کي ڇڏڻ ۽ نفس مارڻ جي تعليم آهي، بابا فريد جو ڪلام انهيءَ دور جو آهي، جيڪو سنڌي ۽ سرائڪيءَ جي گڏيل سنڌوئي ٻوليءَ ۾ آهي، ان کان پوءِ ٻن صدين ۾ ڪيترو ئي شعر و ادب تخليق ٿيو هوندو پر اهو اڻلڀ آهي. سورهين صديءَ عيسوي جي ابتدا ۾ پنجابيءَ جي غير معمولي واڌ جي شاهدي، سک عقيدي جي باني گرونانڪ (1469-1539ع) ۽ ان جي چئن پوئلڳن جي نظمن مان ملي ٿي.

**چرخ نامه:** پنجاب جي ڳوٺن ۾ عام طور چرخي تي ڪپڙي اڻڻ جو ڪم عام ٿيندو هو ۽ هن طرح سگهڙ زالون مختلف قسمن جا ڪپڙا تيار ڪنديون هيون، "چرخ نامه" ۾ شاعر صوفياڻي ويچار ڏارا کي چرخي وسيلي ست ڪتڻ جي ڀيٽ انسان جي سٺن ڪمن سان ڏني آهي، هن ڏس ۾ مولوي عبدالستار، اڪبر ۽ عبدالعزيز چرخي نامه جي صنف وسيلي پنجابي ادب کي تمام گهڻو شاهوڪار بڻايو آهي.

**پنجابي ادب ۾ شاعري:** ماڌو لال شاهه حسين (1539-1600ع) پنهنجي دؤرجي ٻهرين صوفي شاعرن مان آهي. سلطان باهو (1631-1691ع)، بابا بُلهي شاهه (1680-1758ع) ۽ هدايت الله جون شعري تصنيفون پنجابي صوفي شاعريءَ جو نمونو آهن. ڪافي سنڌي وانگر پنجابيءَ زبان جي ٻه

شعري صنف آهي، جيڪا اڳ توڙي هاڻي ڳائي وڃي ٿي. بُلهي شاهہ جو ڪلام ان جو بهتر مثال آهي. پنجابي ادب ۾ صوفياڻي موسيقيت واري شاعريءَ سان گڏ رومانوي شاعريءَ بہ ترقي ڪئي. رومانوي شاعريءَ جو قديم ترين شاعر ”دامودر گلاٽي“ آهي، جيڪو شاهہ حسين جي همعصرن مان هو. هو سک مذهب جي عقيدن سان گڏ صوفياڻن خيالن کان بہ متاثر هو. هن ”هير رانجهي“ جي ڪهاڻيءَ جي ڪلاسيڪي ترجماني ڪئي، جنهن شاديءَ ۾ والدين جي پسند جي پابندين خلاف رد عمل ۽ بغاوت جو اظهار ڪيو. اها رومانوي ڪهاڻي اڳتي هلي ”پنجابي ڪلاسڪ“ بڻجي وئي. ”هير رانجها“ جي ڪهاڻيءَ کي جن شاعرن پنهنجي خاص رنگ ۾ منظوم ڪيو، تن ۾ سڀ کان مشهور وارث شاهہ (1727-1789ع آهي.

پنجابي جي سيني صوفي شاعرن سي حرفي جي صنف کي صوفياڻي ۽ عشقيہ انداز ۾ ڳايو. ان کانسواءِ پنجابيءَ جي ڪلاسيڪل شاعرن گهڻو ڪري سيني صنفن ۾ طبع آزمائي ڪئي آهي، پنجابي ڪافي يا عارفاڻو ڪلام جن شاعرن ڳايو، اهڙي اساسي پنجابي شاعريءَ جي موضوعن ۾ طويل عشقيہ داستان، عوامي اهنج ۽ ايذاءُ، معاشي ۽ سماجي حالتن جو اولڙو پڻ انهن جي ڪلام ۾ ملي ٿو. اهڙن عوامي پنجابي شاعرن ۾ پيلو، حافظ برخوردار جو مرزا صاحبان، وارث شاهہ جي هير، هاشم شاهہ جي سسئي پنهون، عبدالحڪيم بهالپوري ۽ مولوي غلام رسول جو احسن القصص، فضل شاهہ جي سهڻي ماهيوال، ليليٰ مجنون ۽ ميان محمد بخش جو سيف الملوڪ جا منظوم داستان تمام گهڻو مشهور ٿيا. ان کان سواءِ انبياءِ ڪرام جي باري ۾ جنگ نامن جي نمونن تي جيڪي لکيو ويو، تنهن کي گلزار چيو وڃي ٿو. ان ڏس ۾ مولوي محمد اسلم جو گلزار موسيٰ، گلزار سڪندري، گلزار محمدي، محمد محمود دلپزير جو گلزار آدم، گلزار موسيٰ ۽ گلزار مڪہ مشهور آهن. پنجاب جي عام ماڻهن جي ڌارين جي حملن خلاف ويڙهاند ۽ جنگ ۾ ڏيکاريل سورهيائي، جنهن کي شاعريءَ جي ڊرامائي انداز ۾ پيش ڪيو ويو آهي. پنجاب ۾ هن قسم جي صنف کي وار (جنگ نامو) چيو وڃي ٿو. مثال طور: نجايت جي 'نادر شاهہ دي وار'، 'پير محمد جي'، 'چٺيان دي وار' ۽ شاهہ محمد جي 'سڪان دي وار' شامل آهن. پنجابي واريون ٽن قسمن جون آهن، جهڙوڪ: (1) رزميہ وارين، (2) مذهبي وارين، (3) رومانوي وارين.

پنجاب جي ٻهراڙيءَ ۾ عوام جي وندر جو وسيلو قديم لوڪ گيت آهن، جن ۾ سندن روزاني حياتيءَ جي خوشين ۽ غمن جو اولڙو ملي ٿو. اهڙن گيتن ۾ ماهيا، ڇلا، جگني، دوهڙي، بوليان ۽ لوريان جهڙيون لوڪ پسند صنفون ملن ٿيون. پنجابي شاعريءَ ۾ محبوب کان جدائي جي ڪيفيت جو بيان، بارهہ ماهي (ٻارهن مهينا) ۽ اٺواري جهڙين صنفن ۾ موجود آهي. اهڙن شاعرن ۾ بلهي شاهہ، شاهہ مراد، خواجہ نصير ۽ ميان هدايت الله جا بارهہ ماهي ۽ اٺواري تمام گهڻو مشهور آهن.

پنجابي بزرگ شاعرن جو صوفياڻو ۽ عارفاڻو ڪلام ”بول شلوڪ“ چيو ويندو آهي، جنهن ۾ روحاني ڪيفيت بيان ٿيل هوندي آهي. اهڙن قديم شاعرن ۾ بابا فريد گنج شڪر ۽ حضرت ابراهيم مشهور آهن. جديد شاعرن ۾ سيد ممتاز علي شاهہ ۽ مظفر بخاريءَ جا نالا ڪڻي سگهجن ٿا، جن ”بول شلوڪ“ تي طبع آزمائي ڪئي.

**پنجابي ادب جا مختلف دؤر:** پنجابي ٻوليءَ جي نثري ادب جي ابتدا بہ سک روايتن سان ٿئي ٿي. گرونانڪ جي واڻيءَ ۾ واقعا ۽ ڪهاڻيون آهن، جن کي جنم ساکي يا جيون ڪهاڻيون چئجي ٿو. سنگهہ سڀا تحريڪ جي ممتاز شخصيت ”ڀائي وير سنگهہ“ (1872-1975ع) 19 صديءَ جي آخر ۾ پنجابي ٻوليءَ ۽ ادب کي سکن جي قومي خصوصيتن جي اظهار جو ذريعو بڻايو. ان مقصد جي واڌ لاءِ هن هفتيوار اخبار ”خالصہ سماچار“ ۾ ٻي شمار مضمون لکيا ۽ مختصر رسالا بہ شايع ڪيا. هن تحريڪ کي ادب ۾ نمايان درجو ٻن تاريخي ناولن ذريعي حاصل ٿيو: هڪ ”سندري“ (1897ع) ۽ ٻيو ”بجئي سنگهہ“ (1898ع)، جڏهن تہ ان کان پوءِ هن ”ستونت ڪور“ ٻن ڀاڱن ۾ لکيو. پهريون حصو 1899ع ۾ ۽ ٻيو حصو گهڻو پوءِ 1908ع ۾ شايع ٿيو. انهن ٽنهي تحريرن ۾ ارڙهين صديءَ جي مغل حڪومت خلاف سکن جي جدوجهد کي جذباتي ۽ رومانوي رنگ ۾ پيش ڪيو ويو آهي. ان کان پوءِ وارين تصنيفن ۾ 'بابا ڪنور سنگهہ' جا موضوع، پنهنجي دؤر جا ڳوناڳا منظر، معاشي ۽ سماجي مسئلا، ڳوٺاڻي زندگيءَ ۾ تبديليءَ جا اثر، آزاد وڪالت، ڊاڪٽري اختيار ڪرڻ جي ترغيب ۽ مختلف مذهبي گروهن ۾ گهٽائيءَ جو ذڪر آهي. انهيءَ زماني ۾ هندن ۽ مسلمانن ۾ پنجابي ٻوليءَ ۽ ادب سان لڳاءُ، وطن جي حب واري جذبي هيٺ بہ وڌيو هو. 'بهاري لال پوري' ۽ ان جي پٽ 'بش داس' پوري قاعدن جو نصابي ڪتاب لکي، اهم خدمت انجام ڏني. 'برج لال شاستري' (1894ع)، سنسڪرت روايتن مطابق ڊراما: ”ساوتري سوڪنيا“، ”پرگيا“، ”واسوارتا“ ۽ ”پورن ڀڳت“ لکيا. پر نمايان ادبي مقبوليت 'ڏني رام مهترڪ' (1876-1954ع) جي حصي ۾ آئي، جنهن هندو ڪلاسيڪي روايتن ۽ قومپرستيءَ تي نظم لکيا. جن ۾ مذهبي ۽ پاڪيزه ٻولي استعمال ڪئي وئي آهي.

ڊرامي جي ابتدا اصل ۾ 'ايشور چندر انند' (1892-1967ع) جي ڊرامي سيدرا (1924ع) سان ٿي. انند، ابتدائي 20 صديءَ جي انگريزي ڊرامي جي طرز جي تقليد ڪندي، نئين ۽ پراڻي جي ڇڪتاڻ کي پيش ڪيو. شيڪسپيئر ۽ پنجابي لوڪ آرٽ جي ٽيڪنڪ جي بہ ان تي ڇاپ آهي. پنجابي ناول جي ابتدا 'نانڪ سنگهہ' (1897-1972ع) کان ٿي. جنهن ڪجهہ شروعاتي ڪوشش کان پوءِ پنهنجي لکيل ڊرامي ”سفيد خون“ (1932ع) ۾ هڪ معيار قائم ڪيو. ان جو موضوع هندستاني سماج ۾ عورت جي مظلوميت آهي، خاص ڪري جڏهن هوءَ بيوهہ ٿي وڃي ٿي ۽ مايوسيءَ جو شڪار ٿيندي، عصمت فروشيءَ تي مجبور ٿئي ٿي ۽ وئيشا بڻجي پنهجو بدلو وٺي ٿي. نانڪ سنگهہ انهيءَ موضوع جا ٻيا بہ پهلو پنهنجي ناولن ”فولادي گل“ (1934ع) ۽ ”ٽٽل بينا“ ۾ پيش ڪيا آهن.

ورهاڱي کان پوءِ 'نانڪ سنگهہ' جي سياسي ۽ سماجي معاملن سان گهري دلچسپيءَ جو اظهار ملي ٿو. نوڪر شاهيءَ جي بدچالي، مذهبي ۽ سماجي رياڪاري، واپاري ۽ زميداري طبقي جي هٿان هارين ۽ مزدورن جي بي رحماڻي ڦرمار کي ظاهر ڪيو ويو آهي. جيئن ”آدمخور“ ۽ ”چترڪار“ مان ظاهر آهي.

'گربخش سنگهہ' پنجابي ادب جي ميدان ۾ 1935ع دوران هڪ آزاد خيال ۽ انسان دوست مصنف جي حيثيت سان داخل ٿيو ۽ ماهوار ”پريت“

رسالو به ڪڍيائين. هو مذهب، سماجي لاڳاپن ۽ گهريلو زندگي، مطلب ته زندگيءَ جي هر شعبي ۾ آزاديءَ واري تصور جي حمايت ڪندو رهيو ان ڪان سواءِ ٻين مصنفن، پنجابيءَ ۾ ستو ڪم ڪيو امرتا پريتم پنجابيءَ جي وڏي ليکڪا آهي. هن جي شاعريءَ ۽ ناولن پنجابي ٻوليءَ کي وڏي اوج تي رسايو. 'پنجابي ادبي بورڊ' مسعود کدرپوش ٽرسٽ، سويرا انٽرنيشنل، سچيت ڪتاب گهر، لهران ادبي بورڊ لاهور ۽ ٻيا ادارا پنجابي ٻولي ۽ ادب جي ترقيءَ لاءِ وڏو ڪم ڪري رهيا آهن ۽ جديد پنجابي ادب ڏاڍا ڏاڍ لکجي ۽ ڇپجي رهيو آهي.

**پنجاب آرٽس ڪائونسل:** صوبي جي ثقافت کي فروغ ڏيارڻ لاءِ هي ادارو پنجاب ڪائونسل آف دي آرٽ (Punjab council of the art) جي 1957ع واري ايڪٽ تحت وجود ۾ آيو. هن ڪائونسل جو بنيادي ڪم پنجاب جي ثقافت کي صوبائي توڙي ملڪي سطح تي وڌيڪ ترقي وٺرائڻ لاءِ ثقافت کاتي کي فني ۽ ثقافتي طور صلاحون ڏيڻ آهي. هيءَ ڪائونسل آرٽ ڪائونسلن ۽ ثقافتي انجمنن جي ڪم جي نگراني ڪرڻ، ڊويزن سطح تي ثقافتي انجمنون ۽ آرٽ ڪائونسلون وغيره جوڙائڻ ۽ انهن جي رجسٽريشن ڪرائڻ وغيره جهڙا ڪم سرانجام ڏئي ٿي. هن جو سمورو انتظام بورڊ آف گورنرس جي حوالي ٿيل هوندو آهي. هيءَ ڪائونسل ڊراما، ادبيات، موسيقي، مصوري ۽ رقص وغيره تي ثقافتي طرز جو ڪم ڪري ٿي، انهن جي ترقي ۽ ترويج جو ڪم ڪري ٿي، هيءَ ڪائونسل ملڪ جي وفاقي ثقافتي اداري (پاڪستان نيشنل ڪائونسل آف دي آرٽس اسلام آباد) (Pakistan National Council of the Art) جي خاص سهڪاري آهي. جنهن هيل تائين صوبائي ثقافت کي هٿي وٺرائڻ ۾ اهميت جوڳا قدم کنيا آهن.

**پنجاب انسٽيٽيوٽ آف لئنگئيج، آرٽ اينڊ ڪلچر** (PILAAC)**:** هيءُ ادارو 2004ع ۾ سوسائٽيز رجسٽريشن ائڪٽ 1861 تحت وجود ۾ آيو.



پنجاب انسٽيٽيوٽ آف لئنگئيج آرٽس انڊ ڪلچر ائڪٽ (2004) ذريعي پنجاب اسيمبليءَ 30 سيپٽمبر 2004ع تي پنجاب حڪومت گزيٽ نوٽيفڪيشن لاڳو ڪيو. هن اداري جو مقصد پنجاب جي ٻولي، فن ۽ تهذيب کي ترقي ڏيڻ آهي.

پنجاب جي اڳوڻي وڏي وزير پرويز الاهيءَ جي سربراهيءَ ۾ هن اداري جي قيام لاءِ منصوبو جوڙي هڪ پراجيڪٽ منظور ڪيو ويو. جنهن هيٺ پنجاب انسٽيٽيوٽ آف لئنگئيج، آرٽ اينڊ ڪلچر، پنجابي ٻوليءَ، آرٽ ۽ تهذيب کي هَٿي ڏئي رهيو آهي. هن اداري جي پهرين ڊائريڪٽر ڊاڪٽر شائستہ نزهت رهي، جنهن بعد اها ذميواري ڊاڪٽر عباس نجميءَ جي حوالي رهي. هن اداري جي مقصدن ۾ تحقيقي ڪم کي هٿي وٺائڻ، پنجاب جي هنرمندن جي فن کي اجاگر ڪرڻ، پنجاب جي تهذيب ۽ لوڪ ادب کي سهيڙڻ، پنجابي ادب بابت ڪتاب ۽ تحقيقي رسالا شايع ڪرڻ، لائبريري قائم ڪرڻ، صوفي شاعرن جي پيغام کي عام ڪرڻ، پنجابي ٻوليءَ کي سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ جي ٻولي بنائڻ وغيره شامل آهن. هي ادارو پنجابي ٻوليءَ ۾ انسائيڪلوپيڊيا به تيار ڪري رهيو آهي.

**پنجاب پبلڪ لائبريري:** هن ڪتب خاني جو بنياد 1884ع ۾ پيو ۽ ان وقت جي انگريز گورنر 1885ع ۾ هن لائبريري جو باقاعده بنياد رکيو. پهرين مرحلي ۾ هن ڪتبخاني لاءِ ڪتاب ڪن انگريز صاحبن مختلف ڪاتن کان موڪليا، بعد ۾ ڪن علم دوست ماڻهن پڻ هن لائبريريءَ لاءِ ڪتابن جي امداد ڪئي، جن ۾ خاص طور تي ممتاز حسن، مختيار مسعود سرفهرست هئا. هن لائبريريءَ ۾ حضرت عثمانؓ جي دؤر جو لکيل قرآن شريف به موجود آهي، جڏهن ته 3100 ٻيا قرآن شريف جا قلمي نسخا هن لائبريريءَ ۾ موجود آهن. جيڪي پاڪستان، افغانستان، ترڪي، ايران، مصر لبنان، اردن، الجزائر، چين، جرمني، اٽلي، روس، ارجنٽيا، هائلينڊ ۽ هندستان جي عالمن جا لکيل قلمي نسخا آهن. جيڪي عڪسي صورت ۾ آٽي هن لائبريريءَ ۾ محفوظ ڪيا ويا آهن. ان ڪانسواءِ هن ڪتبخاني ۾ تفسير به تمام گهڻي تعداد ۾ پيل آهن ۽ رسالن، اخبارن وغيره جو پڻ وڏو ذخيرو گڏ ٿيل آهي.

**پنجابي:** تعلقي پريا جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: سليم آرائين ۽ عبدالرحيم چانڊيو.

**پنجابي دانشور ۽ مظلوم قومون** (ڪتاب)**:** هي ڪتاب ابوجبران (خاڪي جويي) جو تصنيف ٿيل آهي. جنهن ۾ ڪُل پنج باب آهن. جيڪي ليننِي ۽ مارڪسوادي تجزيي تي مشتمل آهن. هن ڪتاب جو انتساب "سنڌ دوست انقلابي شعور جي نالي" سان ڪيو ويو آهي.



هي ڪتاب مدرلينڊ پبلشرز پاران جنوري 1988ع ۾ شايع ڪيو ويو. جنهن جو ٽائيٽل اسلم وفا ڊزائن ڪيو. ڪچي جلد سان، 100 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 18 روپيا آهي.

**پنجابي، گوبند:** سنڌي ٻوليءَ جي جديد ترقي پسند ڪهاڻيڪار. گوبند پنجابيءَ جو جنم، 8 اپريل 1918ع تي شڪارپور ۾ ٿيو. سماج جي نئين شعور گوبند پنجابيءَ ۾ لکڻ جو نئون جذبو پيدا ڪيو. ڪارل مارڪس جو ڪتاب، "سرمايو" (Das Capital) پڙهڻ سان هن ۾ ذهني تبديلي آئي. ان بعد ڪيس وڌيڪ پڙهڻ جو شوق جاڳيو. هن کي ڪارل مارڪس سان گڏ اسٽالن، لينن، گورڪي شاهه لطيف جي مطالعي سان گڏ منشي پريم چند، راهول سانڪرتياين، يشپال ۽ ٽالسٽاءِ جي ڪهاڻين اتساهيو ۽ هن خود به لکڻ شروع ڪيو ۽ ڪهاڻيءَ جو ڪيترڻ چونڊيائين.



سندس ڪهاڻين جو پهريون ڪتاب 'سرد آهون' 1940ع ۾ شايع ٿيو. ساڳئي ئي سال ڪراچيءَ ۾ نئين دنيا ڪتاب گهر کوليائين. ڪراچيءَ ۾ 1942ع ۾ 'انڊيا پرنٽنگ پريس' خريد ڪري هلايائين. ڪتاب گهر ۽ پريس وسيلي ڪيترائي ترقي پسند ڪتاب ترجما توڙي اصلوڪا شايع ٿيا. جهڙوڪ: سوويت روس، غريبي، زويا، لينن ۽ اسٽالن وغيره. هن ترقي پسند ادب بابت ڪيترا مضمون ۽ ڪتاب به لکيا، جن ۾ 'مارڪسواد ڇا آهي'، 'سوويت ديس جا عام لوڪ'، 'جنگ يا امن'، 'روس جي پرولتاري سوپ'، 'سما جواڊ'، 'سنڌي ليکڪ' ۽ 'سجاڳيءَ جو سڏ' شامل آهن.

ورهاڱي کان پوءِ بمبئيءَ لڏي ويو ۽ ڪيترائي مهينا روزگار جي تلاش ۾ رهيو. جڏهن روزگار هٿ ڪيائين، ته ان سان گڏ لکڻ به جاري رکيائين. "سنڌي ساهت منڊل" جي ادبي ڪلاسن ۾ منگهارام ملڪاڻي ۽ گوبند مالهيءَ جي اتساهيندڙ تنقيد سان نون پراڻن ليکڪن وري لکڻ شروع ڪيو. ڪيرت ٻاٻاڻي، اي. جي. اتم، ٻهاري لال ڇاٻڙيا، موتي پرڪاش، سندري اتمچنداڻي، ڪرشن راهي، موهن ڪلپنا، پوپٽي هيرانندڻيءَ سان گڏ گوبند پنجابي پڻ هنن ادبي ڪلاسن ۾ شريڪ ٿيندو هو. گوبند پنجابيءَ لڳ ڀڳ 150 ڪهاڻيون لکيون آهن، جيڪي مختلف مخزنن، اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپيل آهن. سندس ڪهاڻين جو پهريو مجموعو "سورج مکي" 1960ع ۾ شايع ٿيو. جڏهن ته سندس ڪهاڻين جو ٻيون مجموعو نئين دنيا پبلشرز ممبئيءَ پاران "هوءَ موٽي آئي" عنوان سان جولاءِ 1980ع ۾ شايع ٿيو. هن مجموعي ۾ سندس 11 ڪهاڻيون آهن ۽ هن ان ڪهاڻين جي مجموعي جو انتساب ترقي پسند ليکڪن: ميڪسم گورڪيءَ ۽ منشي پريم چند جي نالي ڪيو آهي. سندس ڪهاڻين ۾ زندگيءَ جا انڌلٺي روپ آهن. انهن مان هڪ طرف ان وقت جي سياسي، اقتصادي ۽ سماجي نظام جي نڪمي پٺي جي تصوير ملي ٿي ته ٻئي طرف مدي خارج رسمن، رواجن، ويساهن ۽ ويچارن تي ڪاري ضرب آهي ته ٽئين طرف انساني رشتن، ناتن، قدرن ۽ وهنوارن جي ڪوڪلائپ ظاهر ٿئي ٿي. سندس ڪهاڻين ۾ نه رڳو سنڌي زندگيءَ جو عڪس ملي ٿو پر ڀارتي سماج جي پڻ جهلڪ ملي ٿي. هن جي ڪهاڻين جي ٻولي سليس ۽ سُپڪ ۽ لکڻ جو ڍنگ سڌو سنئون آهي.

گوبند پنجابيءَ مشهور سوويت ليکڪ دوستو وسڪيءَ جي 100 سالا ورسيءَ جي موقعي تي ماسڪو پروگريسو پبلشرز پاران سندس ڇپيل ناول (هندي ترجمي) "رجت راتين" جو "چانڊني راتيون" جي عنوان سان سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو. هي ناول، نئين دنيا پبليڪيشن، بمبئيءَ پاران جون 1983ع ۾ ڇپيو ۽ ان تي کيس 'سوويت لئنڊ نهرو اوارڊ' دهليءَ ۾ مليو. ان کانسواءِ اکل ڀارت سنڌي ٻوليءَ ساهت سڀا پڻ کيس 2001ع ۾ اوارڊ ڏنو.

هن 90 جي ڏهاڪي ۾ سنڌ جو دورو ڪيو ۽ پنهنجي يادن تي مشتمل سفرنامو به لکيائين. جيڪو سنڌ ۾ ماهوار "امرتا" ۾ قسطوار ڇپيو. تازو آگسٽ 2009ع ۾ هن پنهنجي ممبئيءَ واري گهر ۾ لاڏاڻو ڪيو.

**پنجابي مشرقي** (Panjabi, Eastern) (ٻولي): پنجابي گرمکي ۽ گرمکي هن ٻوليءَ جي لکت جا قسم آهن. اصلي پنجابي، ماجهي، دوآب، پٽي، پٽنري، پواڌي، مالوا، ٻاٿي (Bathi) جي نالن سان به سڃاتي وڃي ٿي. مغربي پنجابي، مشرقي پنجابيءَ کان ڪجهه مختلف آهي. هن ٻوليءَ جو لهجو مغربي هنديءَ کي ويجهو آهي. پٽيانه پنجابي ۽ راجستاني لهجن جو گاڏڙ لهجو آهي. هندوستان جي پنجاب، گرداسپور ۽ امرتسر ضلعن ۾، پٽيانه، ڏکڻ فيروز پور ضلعي ۾، راجستان، هرياڻه، دهلي، جمون ڪشمير کان سواءِ بنگلاديش، ڪيناڊا، فجي، ڪينيا، ملائيشيا، آمريڪا، برطانيا، عرب امارات وغيره ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. سال 2000ع جي رپورٽ موجب هن ٻوليءَ جا 1022000 ڳالهائڻ وارا هندوستان ۾ ۽ ڪل ڳالهائڻ وارا 1042000 موجود هئا. پاڪستان ۾ لاهور ۽ ان جي آسپاس وارن علائقن ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. هند- يورپي، هند- ايراني، هند آريائي وچين خطي جي پنجابي ٻولين جي شاخ مان آهي. هندستان ۾ هيءَ ٻولي گرمکي لپيءَ ۾ لکي وڃي ٿي ۽ پاڪستان ۾ عربي فارسيءَ مان ناهيل خط ۾ لکجي ٿي.

**پنجابي مغربي** (Punjabi, Western) (ٻولي): هن ٻوليءَ کي لهندا، لندا، لهندي به چيو ويندو آهي. مغربي ۽ مشرقي پنجابيءَ جي لهجن ۾ ٿورو فرق آهي. هن جا ڪيترائي لهجا آهن. انهن ۾ هندوستاني پنجابي ۽ سينٽرل پنجاب جي پنجابي شامل نه آهي. ملوئي، هيءَ ٻولي فيروزپور ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. جالنڌر، هوشيارپور ۽ ڪپور ٿلا واري لهجي کي دوآبي لهجو به چوندا آهن. پواڌ خطي واري لهجي تي باڱڙي ٻوليءَ جو اثر آهي. انور بيگ اعواڻ لکيو آهي ته آرين جي اچڻ کان اڳ، پنجاب جي هن خطي ۾ جيڪا ٻولي ڳالهائي ويندي هئي، ان کي پنجابي چوندا آهن. هن جي وجود جا ثبوت هڙپا ۽ موهن جي دڙي جي تهذيب ۾ ملن ٿا. پنجاب يونيورسٽي (پٽنا) پنجابي ٻوليءَ جا هيٺيان لهجا لکيا آهن. جيڪي برصغير ۾ ڳالهايا وڃن ٿا:

پٿياڻي (Phathiani)، ملتاني، راٺي (Rathi)، ٻهاولپوري، مالوج (Malwaj)، ٿلوچري (Thalochri)، پواڌي، ٿلهي (Thali) پهاڙي، ڪڇي، ڪانگري (Kangri)، اوان ڪاري (Awankari)، چمبيلو، دوآبي، امرتسري، لاهوري، ڏاني: هي لهجو چڪوال ۽ ڪئملپور جي ڪن حصن ۾ ڳالهايو وڃي ٿو. هن لاءِ انور بيگ اعواڻ لکيو آهي ته ڏاني ٻولي صدين جو سفر طئي ڪري، دراوڙي مان لهندي زبان جي پنجابي روپ ۾ ظاهر ٿي آهي، ڊوگري، گهيبي (Ghebi) وجيراوادي (Wajeerawadi) هندڪو ٻاردي ٻولي (Baardi Boli) سوان (Swaen) جهنگلي، مالهي: لاهور ۽ سيالڪوٽ واري لهجي کي ماجهي چوندا آهن. هيءَ پنجاب جي درسي ٻوليءَ طور ڪم ايندي آهي، پوٺوهاري، جتڪي، ڇاڇي، چيناوري (Chenaveri) ۽ شاهپوري. هيءُ لهجو جهنگ، سرگوڌا جي ڪن علائقن ۾ ڳالهايو ويندو آهي. هن کي جهنگلي به چوندا آهن ۽ ڪجهه ٻيا به آهن. ڊوگري ۽ هندڪو لهندا وغيره الڳ ٻوليون آهن. هندوستان جي پنجاب ۽ چنڊيگڙ جي سرڪاري ٻولي آهي. ان کان علاوه هرياڻه ۽ دهليءَ جي ٻيو نمبر سرڪاري ٻوليءَ جو درجو رکي ٿي. پنجاب صوبي پاڪستان کان علاوه آمريڪا، برطانيا، آسٽريليا ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. سکن جي خاص ٻولي آهي جو سندن مذهبي مواد هن ٻوليءَ ۾ لکيل آهي. هند- يورپي، هند- ايراني، هند- آريائي پنجابي ٻولين جي نڪ مان آهي. هندوستان ۾ هيءَ ٻولي هاڻي گرمکيءَ ۾ ۽ پاڪستان ۾ عربي فارسيءَ لپيءَ ۾ لکي وڃي ٿي. سرگريئرسن پنجابيءَ کي مغربي ۽ مشرقي پنجابيءَ ۾ ورهايو آهي. هڪ الهندي يا لهندي ۽ ٻي مشرقي. ڪن پنجابي عالمن پاران اها ورهاست اڃا قبول نه ڪئي وئي آهي، جو لهندا الڳ زبان آهي. وچ پنجاب ۾ لهجو ماجهي جيڪو هندوستان پاڪستان ۾ ڳالهايو وڃي ٿو، اهو معياري ليکجي ٿو.

**پنجابي، ميرپوري** (Panjabi Mirpuri) (ٻولي): هن ٻوليءَ کي ميرپوري (Mirpuri) پڻ چيو ويندو آهي، جيتوڻيڪ هي مغربي پنجابيءَ سان ملندڙ جلندڙ لهجو آهي، پر پوءِ به هن جي پنهنجي الڳ حيثيت آهي. ڪشمير، ميرپور وارو علائقو آهي، جيڪو پاڪستاني سرحدن سان لڳندڙ آهي. ان علائقي ۾ ڳالهائي ويندي آهي. سال 2000ع جي رپورٽ موجب هن ٻوليءَ جا 1002000 ڳالهائڻ وارا موجود هئا. هند- يورپي، هند- ايراني، هند- آريائي اتر- الهندي خطي جي لهندا ٻولين جي خاندان مان آهي.

**پنجاتلي ترائي:** پنجاتلي ترائي عمرڪوٽ شهر کان لڳ ڀڳ ٽي ڪلوميٽر اوير طرف پٽن جي وچ ۾ لڳ ڀڳ ٻن ايڪڙن ۾ پکڙيل آهي. وسڪاري جي مُند ۾ منجهس ٻه ٽي مهينا پاڻي رهي ٿو. عمرڪوٽ جا هندو جنم اسٽميءَ جي ڏهاڙي ڪانهوڙو (ڪرشن ڀڳوان جو بت) ناهي رسمون ادا ڪرڻ کان پوءِ هن ترائيءَ ۾ وجي ان کي نذر آب ڪندا آهن. هن ترائيءَ جي ڪناري تي هڪ ولي ڪندو فقير پڻ آرامي آهي. جتي ماڻهو باسون باسيندا آهن.

**پنجادو:** ٻنيءَ جو هڪ نمونو جنهن ۾ راهڪي، پاڻڊي جو ورهاڱو ٿيندو آهي، جنهن موجب زميندار کي ٻه حصا ۽ هاريءَ کي ٽي حصا ملندا آهن.

**پنجاٽي:** سومرن جي هڪ پاڙي جو نالو.

خيرپور ضلعي ۾ موجود اُچڻ جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "پنجاٽي" آهي.

ضلعي لاڙڪاڻي ۽ دادوءَ ۾ چانڊين جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "پنجاٽي" آهي. محترم جي. ايم. سيد جي لکيل ڪتاب "جنب گذاريم جن سين" ۾ ڄاڻايل آهي ته پنجاٽي، ڪوسن جي للاٽي (اسحاقاڻي) پاڙي جي هڪ شاخ آهن.

**پنجاهہ غزل** (ڪتاب): هند ۽ سنڌ جي نامور شاعر ايم. ڪمل جي 50 غزلن تي مشتمل هي ڪتاب، ڪمل ڪتاب گهر الهاس نگر ڀاران ڊسمبر 1983ع ۾ ڇپيو. هن ڪتاب جو پبلشر ايم. ايم. بندراڻي آهي، جنهن پبلشر نوٽ ۾ ڄاڻايو آهي ته "ادب ۽ تخليق، زنده قوم جي نشاني آهي، ٻولي ۽ تهذيب جي وجود کي خطرو محسوس ڪندي، اسان کي ادب جي ميدان ڪان جنگ وڙهڻي پوندي." ايم ڪمل 'پنهنجي ڀاران' ۾ لکيو آهي ته: "مان نٿو ڄاڻان ته منهنجي عمر گهٽا ڪتاب آهي. منهنجي زندگي ۽ منهنجو موت، انهن ۾ ئي قلجندو آهي ۽ قلجندو رهي ٿو ۽ ڦهلجندو رهندو." ۽ شاعريءَ لاءِ سنڌي ٻوليءَ جو هي اهم شاعر لکي ٿو: "محبت جيان شاعري ڪبي ناهي، ٿي ويندي آهي." ڊيمي سائيز جي 50 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت ويهه روپيا آهي.




**پنج پيرون** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب حاجي حقير ابن مگڻ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 75 صفحا آهن ۽ قيمت 14 آنا آهي. ڇاپو ڀهريون، آر.ايچ احمد ائنڊ برادرس، مدينه پريس حيدرآباد، مان سال 1958ع ۾ ڇپايو.

**پنجت:** پنجن ڄڻن جي صلاح مصلحت يا ميڙ منٿ، جنهن ذريعي ڪنهن رٺل شخص کي راضي ڪبو يا پرچايو وڃي، ان صلاح مصلحت کي "پهت" به چون.

رُٺل راڄن شاهه شل، ڪنهن پنجت سين پرچن.

(راڄن شاهه)

**پنج تن:** "پنجتن" مان مراد حضرت محمد صلي الله عليه وسلم، حضرت علي عليه السلام، حضرت بيبي فاطمة الزهريٰ سلام الله عليها، حضرت امام حسن عليه السلام ۽ حضرت امام حسين عليه السلام جا پنج پاڪ نالا آهن. مسلمان مختلف حاجتن ۽ دعائن ۾ پنجتن پاڪ جي وسيلي سان الله جي درگاهه ۾ دعا گهرندا آهن. اسلامي ڪتابن ۾ اچي ٿو ته جڏهن حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم کي الله تعاليٰ طرفان پاڪ چادر ۾ اچڻ جو حڪم ٿيو ته ان چادر ۾ حضور صلعم کان پوءِ ترتيبوار حضرت عليؑ، حضرت امام حسنؑ، حضرت امام حسينؑ ۽ بيبي فاطمهؑ داخل ٿيا. جڏهن هي پنجئي هڪ چادر ۾ گڏ ٿيا، ته حضرت جبرئيل پنجن ئي هستين جي شان ۾ الله پاڪ جي آية پاڪ "اِنَّمَا يُرِيْدُ اللهُ لِيُذْهِبَ عَنْكُمُ الرِّجْسَ اَهْلَ الْبَيْتِ وَيُطَهِّرَكُمْ تَطْهِيْرًا" پڙهي ٻڌائي. اسلامي تاريخ ۾ پنجتن پاڪ جو وسيلو اتان ئي قائم ٿيل بيان ڪيو ويو آهي. ان کان پوءِ جڏهن عيسائين حضرت محمد صلعم سان مناظرو ڪيو ته پاڻ سڳورا ﷺ پاڻ سان گڏ حضرت عليؑ، بيبي سيده فاطمهؑ، حضرت امام حسنؑ ۽ حضرت امام حسينؑ کي وٺي ويا، جنهن ۾ اسلام کي فتح حاصل ٿي. حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن جي مشهور حديث "حديث ڪساء"، جنهن جا راوي، بيبي فاطمهؑ ۽ مشهور اصحابي حضرت جابر بن عبدالله رضه آهن. تنهن ۾ پنجن تنن جو ذڪر ڪيل آهي.

**پنجتول/ پنج تُور:** اُها گهوٽيل پنگ، جنهن ۾ پنجن قسمن جا نشا مليل هوندا آهن. اُن کي 'پنجتول' چوندا آهن.

**پنج پير:** ضلعي ۽ تعلقي نوشهري فيروز ۾ هڪ ديهه ۽ ڳوٺ جو نالو، جنهن کي عرف عام ۾ "پنج پير" چوندا آهن. اصل ۾ اهو اصطلاح "پنج پير" ڪن نامعلوم درويشن جي آستاني لاءِ ڪم آڻيندا آهن. گهڻو ڪري اهو عقيدو ڪن به "پنجن" متبرڪ شخصيتن لاءِ سيني فرقن- هندو توڙي مسلمانن ۾ رائج آهي. يقين سان چئي نٿو سگهجي ته پنجن پيرن ۾ ڪهڙا بزرگ شامل آهن. هر علائقي ۾ "پيرن" جا جدا جدا نالا ڪنيا وڃن ٿا، صوبي سرحد ۾ يوسف زئي قبيلي واري علائقي ۾ هڪ جبل آهي، جتي "پنج پير" جي زيارت آهي. ضلعي هزاره ۾ هڪ تڪيو "پنج پير" جي نالي سان موجود آهي.

**پنج پير**[2]: شڪارپور جو مقام "پنج پير"، هاٿيدر لڳ آهي، جتي شهيد الهه بخش سومري ۽ سومرن جون خانداني قبرون موجود آهن.

**پنج ڏينهن** (ڪتاب): ننڍي کنڊ جي ويهين صديءَ جي عظيم اردو افسانہ نگار سعادت حسن منٽوءَ جي ائن چونڊ ڪهاڻين جي سنڌي ترجمي تي مشتمل هي ڪتاب رضوان گل جي قلمي پورهئي جو نتيجو آهي. ترجمي نگار، منٽوءَ جي ڪهاڻين جي سهڻي چونڊ سان گڏ، ترجمي ڪرڻ وقت، منٽوءَ جي تحرير جي انداز ۽ اصل روح کي قائم رکڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. ڪتاب بابت "ٻه اکر" لکندي رياضت برڙي لکيو آهي ته: "سنڌي پڙهندڙن لاءِ منٽوءَ جو نالو ڪنهن به طرح اوپرو ناهي ۽ اهي منٽوءَ جي تحرير جي انداز جا شيدائي رهيا آهن." جڏهن ته 'احسان دانش' هن ڪتاب بابت لکيو آهي ته: "هن ڪتاب ۾ شامل ڪهاڻيون رڳو ڪهاڻيون ناهن، پر اسان جي سماج جون اجتماعي درد ڪٿائون آهن". ليکڪ ڪتاب جي ارپنا پنهنجي والد ڊاڪٽر بشير احمد شاد جي نالي ڪئي آهي، ڪچي جلد سان ڊيمي سائيز جي 101 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب، ڊاڪٽر محبت اڪيڊمي قمبر، جولاءِ 2005ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. هن ڪتاب جي قيمت 60 روپيا آهي.



**پنجڙا:** "سنڌ جا هندو اُڏيري لال کي ورڻ ديوتا/ جل ديوتا جو اوتار ڪري مڃيندا آهن. ٻئي طرف مسلمان انهيءَ کي دريا پير يا خواجه خضر ڪري مڃيندا آهن. ٻنهيءَ جو آستان هڪ ئي هنڌ تي اُڏيري لال ۾ هڪ وسيع ايراضيءَ ۾ قائم آهي. هندوءُ اُڏيري لال جي مڃتا ۾ ساراهه ۾ سالياني ميلي جي موقعي تي گيت ڳائيندا آهن، جن کي 'پنجڙا' چيو ويندو آهي، جيڪي پنجن پنجن مصرعن تي مشتمل هوندا آهن.

اڏيري لال جو اصل آستان مٽياري ضلعي جي ڳوٺ اڏيري لال ۾ آهي، جڏهن ته هندستان ۾ سنڌي هندن جي اڪثر مندرن ۾ اڏيري لال جا مجسما رکيا ويا آهن ۽ اڏيري کي هند جي سنڌين "سنڌيت جي نشاني" يا علامت طور پنهنجو ڪيو آهي. اهو ميلو هند توڙي سنڌ ۾ وڪرمي سنبت جي چيٽ مهيني ۾ لڳندو آهي.

**پنج سٽا:** پنج سٽا، شعر جو هڪ قسم آهي. سنڌ ۾ سڀ کان وڌيڪ پنج سٽا استاد بخاريءَ لکيا آهن. جنهن پنج سٽي جا مختلف فارم /گهاڙيٽا متعارف ڪرايا آهن. ناميار شاعر مير محمد پيرزادي، استاد بخاري جي پنج سٽن جو تعارف هيئن ڪرايو آهي ته "پنج سٽن جي بحروزن جي ڪابه مخصوصيت نه آهي، يعني ڪهڙي به بحروزن ۾ انهن کي چئي/ لکي سگهجي ٿو پنجن ئي سٽن جو وزن ڪهڙو به هجي پر هوندو هڪڙو. باقي قافين کي الڳ الڳ فارمن ۾ مختلف انداز ۾ ڪتب آندو ويندو آهي. مثال:

گهر منهنجو گهمڻ آئين، هيءَ احسان آ تنهنجو،
احسان ڪري آس جو ايوان به گهُمر تون،
۽ پيار سان دل منهنجيءَ جو دالان به گهُمر تون،
هت آرزو ۽ جستجو سامان آ تنهنجو،
هن روح جي هر روم ۾ ايمان آ تنهنجو!

هند ۾ سنڌي زبان جي ناميار شاعر پريو وفا 'پنجڪڙا' لکيا آهن، جيڪي پنج - سٽن جو هڪ روپ آهن.

**پنج سنجي:** گهوڙي جي سنجڻ جو سامان، گهوڙي کي سنجڻ يا سينگارڻ لاءِ چانديءَ يا سون جا پنج سنج يا ڳهه هوندا آهن، جن جا نالا هن ريت آهن: (1) سينا بند، (2) جهابي سان طوق، (3) طوق جي پرسان ڳاني يا سنهو پٽو (4) مُچي ۽ (5) دنبچي، جيڪا گهوڙي جي پُڇ هيٺان ورائبي آهي.

**پنج سورة، مترجم سنڌي** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب عزيز احمد قاريءَ جو لکيل آهي، جنهن ۾ قرآن پاڪ جون پنج سورتون ۽ انهن جو ترجمو شامل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 112 صفحا آهن. مولوي محمد عظيم تاجر ڪتب شڪارپور، خورشيد عالم پريس لاهور، مان سال 1967ع ۾ ڇپايو.

**پنجڪڙا:** شاعريءَ جي هيءَ صنف سنڌي ٻوليءَ جي نامور شاعرن، پريو وفا ۽ ٻين متعارف ڪرائي. ان کان پوءِ وارن ڪيترن شاعرن پنجڪڙا لکيا آهن، جن ۾ راشد مورائي، وسيم سومري، سعيد ميمڻ، عامر سيال ۽ ايوب گل جا نالا اهم آهن. پنجڪڙن جي پهرين سٽ ۽ چوٿين سٽ پاڻ ۾ هم قافيه هونديون آهن ۽ ٻي ۽ ٽين سٽ پاڻ ۾ هم قافيه هونديون آهن. جڏهن ته پنجين سٽ ۾، پهرين سٽ، ساڳي ئي ورجائي ويندي آهي. ڀارت ۾ هن صنف تي پريو وفا جو ڪتاب "سرخ گلاب سرها خواب" شايع ٿيل آهي. جڏهن ته سنڌ ۾ سعيد ميمڻ جو ڪتاب "ڪاري بَرَ ۾ چنڊ" هڪ طويل نظم ڪانسواءِ، رڳو پنجڪڙن تي مشتمل آهي. مثال طور هڪ پنجڪڙو ڏجي ٿو:

ڪٿي آ چنڊ! سنڌءِ چانڊاڻ؟
دلين ۾ اونده ۽ اندوهه،
قلب ٿيا ڪنجي ڪارو لوهه،
اڙي اُپ تي اسرين ڇاڪاڻ؟
ڪٿي آ چنڊ! سنڌءِ چانڊاڻ؟

**پنج گنج** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب صوفي شاعر فقير قادربخش 'بيدل' جي فارسيءَ ۾ لکيل ڪتاب جو سنڌي ترجمو آهي، جيڪو فقير صوفي سبحان بخش ڪيو آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاهه 1977ع ۾ ڇپايو ۽ ان جو ٻيو ڇاپو 2009ع ۾ ثقافت ۽ سياحت کاتي، حڪومت سنڌ، ڇپائي پڌرو ڪيو.

ساڳئي ڪتاب جو اردو ترجمو ڊاڪٽر نواز علي 'شوق' ڪيو آهي، جيڪو شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر، ڪراچي يونيورسٽيءَ پاران مئي 2000ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. خوبصورت ٽائيٽل، پڪي جلد ۽ ڊيمي سائيز جي 240 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 200 روپيا آهي.

هن تاريخي ڪتاب ۾، بيدل فقير قرآني آيتون، حديثون، مثنوي مولانا روم مان شعر، شاهه لطيف جا بيت ۽ بزرگن جون حڪايتون هڪ هنڌ ڏنيون ويون آهن ۽ انهن ۾ مماثلت ڏيکاري، روحاني مسئلن ۽ حقيقتن کي سمجهايو ويو آهي. 'پنج گنج' سنڌ جي صوفياڻي ادب ۽ خاص ڪري لطيفيات جي باب ۾ هڪ خاطر خواهه اضافو آهي.

**پنجگور:** پنجگور، بلوچستان جي مڪران ڊويزن جو ضلعو آهي. پنجگور جو شهر، رخشان نديءَ جي ڪناري تي آباد آهي. ٻهاڙن جي وچ ۾ ڪجين ۾ گهيريل، هي خوبصورت نخلستان، 'عزت ۽ مهروڪ' جي عشق جي داستان سبب مشهور آهي. پنجگور جو پراڻو نالو حرما آباد آهي، ان تي موجوده نالو ڪيئن پيو ان بابت روايت آهي ته حضرت عثمان رضہ جي وقت ۾ ڪن تاريخن ۾ شاهان ايران جي وقت ۾ حرما آباد وارن جو مقابلو عربن يا ايرانين سان ٿيو، جنهن ۾ حرما آباد وارن کي شڪست ملي، گهڻا ماڻهو هن حملي دوران مارجي ويا. حملي ڪندڙ فوج جا پنج مکيه سپه سالار به مارجي ويا، جن کي هتي دفن ڪيو ويو. ڪن تاريخدانن جو خيال آهي ته هي پنجئي حرما آباد جي قبيلن جا سردار هئا. 'پنج گور' جي معنيٰ 'پنج قبرون' آهي. ائين هن شهر جو نالو پنجگور پيو. اهي قبرون اڄ به اُتي موجود آهن.

**پنجم حصو**: تعلقي ماتلي (ديري محبت) ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**پنم مداحون** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ديوناگري لپيءَ ۾ ڏيئو مل جو لکيل آهي، جنهن جي قيمت 2 آنا ڇاڇايل آهي. اسلاميه پريس لاهور مان سال 1899ع ۾ ڇپيو.

ساڳئي نالي سان ٻيو ڪتاب مولوي محمد عظيم شڪارپوريءَ جي طرفان ڇپايل آهي. ڪرائون سائيزواري هن ڪتاب ۾ 130 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو اٺ آنا آهي. ڇاپو پهريون، محمدي پريس شڪارپور مان شايع ٿيو.

**پنم مداحون سري واهه گرو صاحب جون** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب لالچند امرڏني مل جو لکيل آهي، جنهن جي قيمت 6 پايون ڇاڇايل آهي. وڪٽوريه پريس لاهور مان، سال 1891ع ۾ ڇپايو ويو.

**پنجمورو**: ضلعي مٽياريءَ جي تعلقي هالا ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جمال چانگ، متل پسايو، ڪوٽ پوٽوجو، پنهون جام ۽ پنجمورو. پنجمورو ڳوٺ جي پرسان ناميارن تعليمدانن سيد وڏل شاهه، سيد صالح محمد شاهه، سيد قادر بخش شاهه ۽ سيد شير شاهه جو ڳوٺ آهي. نيشنل هاءِ وي تي پنجمورو بس اسٽئنڊ به آهي.

**پنجمورو** [2]: اُهو هنڌ، جتان ڪنهن واهه وغيره مان پنج شاخون نڪرنديون هجن ۽ ان کي پنج دروازا يا پنج موريون هجن.

**پنج ند**: صوبي پنجاب جي ضلعي بهاولپور ۾ اُچ شريف جي ويجهو اها جاءِ، جتي چناب ۽ ستلج پاڻ ۾ اچي ملن ٿيون. مٺڻ ڪوٽ پتڻ جي ويجهو پنج ند جو علائقو اچي ٿو. عام طرح پنجاب جي پنجن ندين- جهلم، چناب، راوي، بياس ۽ ستلج جي گڏيل وهڪري واري هنڌ ۽ اُنهن ندين جي وهڻ واري علائقي کي 'پنج ند' چيو وڃي ٿو پنج ند واري هنڌ تان ڪيترين نهرون ڪڍيون ويون آهن. نهر عباسيه ۽ نهر پنجند هڪ وڏي زرعي علائقي کي پاڻي فراهم ڪنديون آهن. پنج ند جي چوڙ کان ٿورو پهرين درياهه جي ڪاهي ڪنڌيءَ تي هڪ قديم شهر جا نشان موجود آهن، جنهن کي درياهه پائي ويو هو. باقي هڪ مسجد جو محراب وڃي بچيو آهي. پنج ند واري مقام تي درياهه تمام سهڻي شڪل وٺي ٿو پنج ند جو پاڻي نيرو آهي، جنهن مان ظاهر آهي ته پنجاب جي ندين جا بٺراج پاڻي جهليو بيهن ٿا ۽ اهو پاڻي سمي وهي ٿو پنج ند جو پاڻي هڪ واهڙ وانگر سنڌو درياهه ۾ پوي ٿو ۽ محسوس ئي نٿو ٿئي ته ان واهڙ ۾ پنجن ندين جو پاڻي آهي. جڏهن ته سنڌو درياهه پنهنجو پيٽ بنهه تراڪڙو ڪري پاڻيءَ کي ميلن ۾ پکيڙي ڇڏي ٿو ۽ هتي درياهه سمنڊ جو ڏيک ڏئي ٿو.

**پنجن سنڌي نظمن جو مجموعو** (قلمي نسخو): برٽش ميوزيم ۾ موجود هن قلمي نسخي ۾ مختلف عنوانن تي پنج نظم گڏ ڪتابت ڪيل آهن. داخلا نمبر OR:6533: ڪل ورق 127، ديگهه پوڻا 8 انچ، ويڪر سوا 4 انچ، هر صفحي تي 11 سٽون تختي 3 انچ.

ارڙهين صديءَ جي پهرئين اڌ ۾ لکيل هن جلد ۾ مواد جي جدا جدا ڪيفيت هن ريت آهي:

**(الف) شان رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم**

هي مختصر نظم، ورق 1 کان شروع ٿي ورق 10 تي ختم ٿئي ٿو:

ساراهجي سو ڌڻي، جنهن اُپايا آپ،
ساراهه سلطان جي، خلق ساراهي سپ

**(ب) پيغمبر اسلام جي پيدائش**:هي نظم ورق 31 کان ورق 46 تائين آهي. ابتدا هن ريت آهي:

ساراهجي سو ڌڻي، جو قادر ۽ قديم،
خالق رازق سين جـو رحمٰن ۽ رحيـم،
رحمت رهجي دائما، اپراُت ڪثيـر
وسي واسي ميه جيئن، مٿي محمد ميـر

**(ت) رسول ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم ۽ بيبي خديجه رضي الله عنه جي شادي**: هن مختصر ڪتابڙي ۾ ورق 48 کان ورق 102 تائين حضرت محمد صلي الله عليه وآله وسلم ۽ بيبي خديجه سڳوريءَ جي شاديءَ جي واقعي کي منظوم بيان هيٺ آندو ويو آهي. ابتدا هن ريت ملي ٿي:

...... پاتشاهه وڏي ڏيءُ هئي،
صفت سونهن حسن سين خلق ذات ڏي،
پئي پڻ هئس پاتشاهه سدر سلطنت،
کي پڻ چون غني ۽ جهجي مال ڪرت.

**(ث) جمجمه بادشاهه جو قصو**: هي قصو مخطوطيءَ جي ورق 103 کان شروع ٿي ورق 110 تي پورو ٿئي ٿو. قصي جي ابتدا هن ريت ٿئي ٿي:

ساراهجي سو ڌڻي، جو سيني سارا،
اپائي ۽ کپائي لهي سين .....،
صفن جي سبحان جي آهين ڏي ڏراءِ،
ڪارساز و صانع و ارض و سماءُ

**(ج) شهادت علي اڪبر**: ورق 111 کان ورق 127 تائين ، شهزادي علي اڪبر رضه پٽ امام حسين رضه جي شهادت جو ذڪر ڪيو ويو آهي.

واڪـر ورائـي موٽيـو تهـان پـوءِ سـالار،
آب آرتـي ڪـاڏهـون اوتيـاءَ اپـار،
اميـر علي اڪبر نگـر تهـن هـن منجهـان.
پيرين پئو امام حسـين کي موڪل گهرياءِ مها.

**پنم ننڍا ناٽڪ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي نامياري ليکڪ پروفيسر منگهارام ملڪاڻيءَ جي پنجن ڊرامن تي مشتمل آهي. هيءُ ڪتاب 1937ع ۾ ڇپيو هن ڪتاب ۾ ليکڪ سماجي براين ۽ گهرو زندگيءَ ۾ پيش ايندڙ مسئلن تي غور ڪيو آهي.

**پنم نوبت**: بادشاهن جي در تي پنج وقت وڄندڙ نقارن يا نوبت جو واڄو، يا جنگ جي وقت ماضيءَ ۾ وڄندڙ پنج ساز، جن ۾ دُهل، دمامو، طبل، دف ۽ ڪنج شامل هوندا هئا.

**پنجو**: ضلعي نوابشاهه (هاڻي بينظير آباد) جي تعلقي دولتپور ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ محمد ڏاهري، عبدالعزيز پنجابي ۽ "پنجو نئون" نالي سان به ڳوٺ آباد آهن.

**پَنجُو!** ضلعي ۽ تعلقي نوشهري فيروز ۾ هڪ ديهه جو نالو چون ٿا ته پَنجُو تڳر جي نالي پٺيان هن ديهه تي اهو نالو پيو. هن ديهه ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

بهادر تڳر، فضل ڏهراج، دريا خان ڏهراج، ڏگاڻو چانڊيو، جيئندو تڳر ۽ حمزو خان تڳر.

**پَنجو²**: تعلقي دولتپور جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: محمد ڏاهري، پنجو نئون ۽ عبدالعزيز پنجابي.

**پنجو ابڙو**: تعلقي رتيديري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: واند صالح، پنجو ديرو، شيخ، ماڇي، اسماعيل ناريجو، پيرجان محمد، ہرڙو، لہاڻي، شيران جو ڳوٺ، امير بخش ہرڙو ۽ محمد يعقوب ڪوڪر.

**پَنجواڻي**: خوجن جي هڪ پاڙي جو نالو هندن ۾ پڻ "پنجواڻي" آهن. جي پائي پنجو مل جو اولاد آهن. مشهور تعليمي ماهر پروفيسر رام پرتابراءِ پنجواڻي هن ڪيڙ مان هو.

سنيا ذات وارن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "پنجواڻي" آهي.

**پنجواڻي، رام، پروفيسر**: هند سنڌ جي نامياري اديب، شاعر، راڳي، ڪهاڻيڪار، ناول نگار ۽ ناٽڪ نويس. پروفيسر رام پنجواڻيءَ جو پورو نالو رام پرتاب راءِ پنجواڻي هو. هن 20 نومبر 1911ع تي لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو. هن اسڪولي تعليم لاڙڪاڻي ۾ ورتي ۽ ڪاليجي تعليم لاءِ ڊي. جي سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ ۾ داخل ٿيو. جتي هو پرنسپال توڙي پروفيسرن جو لاڏلو شاگرد بڻجي رهيو. هن سريلي آواز وسيلي سيني کي موهي وڌو ۽ ان وقت جي جلسن ۽ ڪاليج جي



پروگرامن جو مور هوندو هو. ڪاليج مان گريجوئيشن ڪرڻ بعد اتي ئي ليڪچرار مقرر ٿيو. هند توڙي سنڌ ۾ هن زندگيءَ جا ذري گهٽ 50 سال پروفيسريءَ ۾ گذاريا، نه رڳو بي. اي ۽ ايم. اي جي شاگردن کي پڙهايائين، پر ڪيترن ئي اديبن ۽ شاگردن سندس رهنمائيءَ هيٺ پي. ايڇ. ڊي پڻ ڪئي.

ورهاڱي ڪانپوءِ جڏهن هند ۾ تاريخ جي حادثي هيٺ بي وطن ٿيل سنڌين ۾ ان خيال جنم ورتو ته شايد هو قوم طور زنده رهي نه سگهندا، ان ناامِيديءَ واري ماحول ۾ متڪو ڪٽي وستي وستي سنڌيت جا گيت ڳائي پيغام ڏيندو رهيو: "اسين سنڌي زنده رهنداسين، سنڌي ٿي رهنداسين، سنڌي ٻوليءَ ۽ تهذيب کي زنده رکنداسين."

هن ۽ ٻين سنڌي ٻوليءَ جي گهڻ گهُرن سنڌي ٻوليءَ کي ڀارت ۾ زنده رکڻ ۽ اتان جي آئين ۾ مڃتا ڏيارڻ لاءِ پنجاهه واري ڏهاڪي ۾ جڏهن تحريڪ هلائي ته ان ۾ رام پنجواڻيءَ جو مکيه ڪردار هو. هن مهاتما گانڌي ۽ جواهر لعل نهروءَ جي آڏو ڳائي داد حاصل ڪيو پر جڏهن اندرا گانڌي وزيراعظم هئي ته ان جي آڏو به نه رڳو ڳائي داد حاصل ڪيائين، پر ڳائيندي ڳائيندي ڪيس گذارش ڪيائين ته سنڌي ٻوليءَ کي هندستان جي آئين ۾ مڃتا ڏني وڃي.

رام پنجواڻي، ڪيرت ٻاٻاڻي، گوبند مالهي، اي. جي. اُتم، پوپٽي هيراننداڻي، ڪرشن راهي، ڊاڪٽر موتي پرڪاش ۽ ٻين بزرگن ۽ نوجوانن جي جدوجهد سان سنڌي زبان کي 10 اپريل 1967ع تي ڀارتي آئين جي ائين شيڊيول تي قومي زبان طور تسليم ڪيو ويو. پروفيسر رام پنجواڻي "سنڌي ٻولي امر رهي" جي نعري سان گڏ هڪ ٻيو وڏو ڪارنامو سرانجام ڏنو. هن اُڏيري لال کي "جهولي لال" جي حيثيت ۾ سنڌي جاتيءَ جي قومي اهڃاڻ جي مڃتا ڏياري ۽ ائين هر سال جهولي لال جي ميلي جي موقعي 'چيٽي چنڊ جو ڏينهن' سڄي دُنيا ۾ سنڌي، قومي ڏينهن ڪري ملهائيندا آهن.

رام پنجواڻي هڪ ئي وقت شاعر ڪهاڻيڪار، ناول نگار، ناٽڪ نويس، مضمون نگار ۽ نقاد رهيو. هن ادب جي متين صنفن ۾ لکي پاڻ کي سنڌي ادب جي اعليٰ ليکڪ طور مڃايو. هو گهڻ رخي شخصيت هو ۽ سندس هر رخ مڪمل هو. ورهاڱي کان پهرين ۽ سنڌي ادبي سنگت جي قيام کان اڳ جڏهن ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي رهبريءَ ۾ ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ ۾ سنڌي ادبي سرڪل قائم ٿيو ته ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ کي ان جو صدر ۽ رام پنجواڻيءَ کي نائب صدر بڻايو ويو ۽ شيخ عبدالرزاق "راز" ان سرڪل جو جنرل سيڪريٽري بڻيو. جڏهن ته شيخ اياز سميت ٻيا ناليوارا اديب ان جا ميمبر هئا.

ورهاڱي کانپوءِ پروفيسر رام پنجواڻي بمبئيءَ ۾ مستقل رهائش اختيار ڪئي. جئه هند ڪاليج بمبئيءَ ۾ سندس خدمتون وسارڻ جهڙيون نه آهن. هن ادب جي مختلف صنفن تي ڪيترائي ڪتاب لکيا، جن مان هيٺيان اهم آهن:

**ناول**: (1) قيدي (1943ع)، (2) شرميلا (1944ع)، (3) لطيفا (1945ع)، (4) اسان جو گهر (1946ع)، (5) چانديءَ جو چمڪو (1947ع)، (6) زندگي يا موت (1952ع)، (7) آهي نه آهي (1955ع)، (8) شل ڏيئرنه ڄمن (1957ع).

**ڪهاڻيون**: (1) انوکا آزمودا، (2) وچترواقعا، (3) تنهنجا منهنجا تجربا (1976ع).

**ناٽڪ**: (1) نئون زمانو (هن ناٽڪ ۾ نئين زماني جي حالتن سان ٺهڪندڙ پيڙهي وڇوٽيءَ Generation Gape جو اظهار آهي. هي اصلوڪو ناول ڪيترائي ڀيرا اسٽيج تي چڪو آهي، (2) طنزيه ناٽڪ "سماج سيوَڪ" هي هڪ فصلو ناٽڪ (One Act Play) به ڪيترا ڀيرا اسٽيج ٿيو، (3) شاهه جي ستن سورمين تي آڏارڪ 7 ناٽڪ. جيڪي نه رڳو اسٽيج ٿيا، پر سنڌيت ۽ شاهه سان محبت کي عام ڪرڻ ۾ مددگار ثابت ٿيا.

**مضمون**: (1) سِپون، (2) يادگيريون، ۽ (3) ادبي گلشن.

هن سنڌي ڪلاسيڪي ۽ جديد شاعريءَ تي مشتمل ڪيترا انتخاب (Authologies) ڇپرايون، جن ۾:

(1) سنڌي شعر جو انتخاب 1947ع تائين، (2) چونڊ ڪلام، (3) سنڌ جي سوڪڙي، (4) سڪ جي سوغات، (5) چونڪيءَ جا گيت.

**ترجما**: هن ٻين ٻولين مان به ڪيترا ڪتاب ترجمو ڪيا، جهڙوڪ:

(1) پدما (هال ڪينس جي مشهور ناول 'The Eternal City' جو ترجمو، (2) دوست ڪيئن ڪجن (ڊيل ڪارنيگيءَ جي ڪتاب 'How to Win Friends' جو ترجمو (3) دليون ڪيئن کينچجن 'Influence People' جو ترجمو، ۽ (4) ياد ڪندا، گجراتي ناول جو ترجمو

پروفيسر رام پنجواڻيءَ جي زندگيءَ جي تجربن ۽ آزمودن تي ٻڌل حقيقي ڪهاڻيون آهن. هن سنڌي فلمون "جهولي لال" ۽ "هوجمالو" ٺاهيون. ڪيس ادبي ۽ سماجي خدمتن تي "سنڌو رتن اوارڊ"، "ڊاڪٽر چوئٿرام گدواڻي اوارڊ"، "ساهتيه اڪيڊمي اوارڊ"، "پدماشري اوارڊ" ۽ ٻيا ڪيترا اوارڊ ۽ مڃتائون مليون. سندس ڳايل ڪلامن ۽ ڀڄنن جو ڪئسٽون به جاري ٿيون.

رام پنجواڻيءَ زندگيءَ جي آخري ڏينهن ۾ بمبئيءَ ۾ "سيتا سنڌو ڀوَن" قائم ڪيو جيڪو سنڌيت ۽ سنڌي تهذيب جو وڏو ڪلچرل مرڪز آهي. جنهن کي سندس لاڏاڻي بعد مشهور اديب جوڙي ناڪر چاولا ۽ پارو چاولا قائم رکيو آهن. پروفيسر رام پنجواڻي ڀارت ۾ نيشنل بُڪ ٽرسٽ جو ميمبر

ساهتيہ اڪيڊمي جي صلاحڪار بورڊ جو ميمبر؛ بمبئي يونيورسٽي ۾ سنڌيءَ جو ڀهريون ريڊر پروفيسر ۽ يونيورسٽيءَ جي بورڊ آف اسٽڊيز جو چيئرمئن؛ ڪي. سِي ڪاليجن جي ڊارمئٽڪ ۽ ڪلچر سرگرمين جو اعزازي پروفيسر ۽ ٻين ڪيترن ادارن ۽ ثقافتي مرڪزن جو ميمبر رهيو. پروفيسر رام پنجواڻي جي رهائش ماهيم، ممبئي ۾ هئي. جتي 1987ع ۾ لاڏاڻو ڪيائين. سندس لاڏاڻي کان اڳ ۽ پوءِ ڪيترا ڪتاب شايع ٿيا. سندس 70 هين جنم ڏينهن تي بمبئي ۽ دبئي سواگت ڪميٽيءَ پاران "پروفيسر رام پنجواڻي" عنوان سان هڪ ضخيم ڪتاب ڇپايو ويو. جنهن کي هري موٽواڻيءَ، ٺاڪرچاولا، هوندراج ساجناڻيءَ ۽ ٻلديو مٽلاڻيءَ ترتيب ڏنو هو.

**پنجوڻا:** پنجوڻا ذات جٽن مان ڇيا وڃن ٿا ۽ سندن اصل ماڳ شاهپور (هندستان) آهي. سنڌ ۾ بہ سيوهڻ جي پرسان ڪي گهرويٺل آهن.

**ڀَنجُو ڇِنُ:** ضلعي سانگهڙ جي تعلقي شهدادپور ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

علي جان بروهي، محمد خان بروهي، مهر زرداري، حاجي سهراب ڀنگوار، محمد مراد بروهي، امان الله بروهي، لونگ خان بروهي، غلام حيدر، پير سرور الدين شاهہ، آغا محمد اسلم پٺاڻ ۽ حاجي لقمان.

**پنجو ديرو:** هي قديم ماڳ نئين ديري پرسان، سکر روڊ تي تعلقي رتيديري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ موجود آهي. هي دڙو ٻن حصن ۾ ورهايل آهي ۽ ان جي کوٽائي نہ ٿي سگهي آهي. دڙي تي ماڻهن جي والار آهي. هي دڙو زمين جي سطح کان 6-7 فوٽ مٿي آهي. برسات ۾ هتان ٺڪرائون مٽيا، عاج جي چوڙين جا ٽڪرا ۽ ٻيو ثقافتي سامان ملي ٿو. اندازو آهي تہ هي مسلم دؤر جو دڙو آهي، پر پڪ تڏهن ٿيندي، جڏهن دڙي جي کوٽائي ٿيندي.

**پنجو ڪنارو:** تعلقي رتيديري جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

مبارڪ جيهو، مٺو جيهو، گلڻ جيهو، رحيم داد، مهر شر، حاڪم علي جيهو، غلام مصطفيٰ ڏاهاڻي ۽ شپ جيهو.

**پنجو ڪوڪر:** ضلعي لاڙڪاڻي جي تعلقي ڏوڪريءَ ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پراڻو آباد، سلطان ڪرل، شير خان جتوئي، زنگي جتوئي، پيراڻو شير خان، دلشاد جتوئي، ڪيوڙو جتوئي، ٻانهون جتوئي، بابلاڻي، حاجي سهراب جتوئي، جٹو ٽڳڙ ۽ محمود بهليم.

**پنجو لورڙ:** ضلعي لاڙڪاڻي جي تعلقي رتيديري ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پنجو لورڙ سيلرا، ڪلرائي ڪوڪر ٻيڙ.

**پنجو مل رگهواڻي:** مصور پنجو مل رگهواڻي، 1940ع ڌاري تعلقي ڪنڊياري، ضلعي نوابشاهہ (هاڻي نوشهري فيروز) ۾ پيدا ٿيو هندستان ۾ هن مصوريءَ ۾ وڏو نالو ڪڍيو آهي ۽ هن درشن گئلريءَ جا ڪيترا چتر ڪڍيا آهن. هن وقت آگري شهر ۾ رهي ٿو

**پنجوٽي:** تعلقي عمرڪوٽ جي ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

محمد شريف، حاجي عالم پلي، هوندو پلي، محمد شريف، علي مراد سهتو، اسماعيل راڄڙ ۽ مقيم پلي.

**پنجہ صاحب گردوار:** هيءُ سکن جي اهم مقدس جڳهين مان هڪ مکيہ عبادتگاهہ آهي. سک ڌرم جي پوئلڳن جو عقيدو آهي تہ هن جاءِ تي موجود ٽڪريءَ تي گرو نانڪ آيو هو ۽ هتي سندس هٿن جا نشان بہ آهن ۽ سندن عقيدو آهي تہ هن جڳهہ تي 1578 وڪرمي سنبت بمطابق 1521ع ڌاري شري گرونانڪ ڀائي مردانا سان گڏ ويساک مهيني ۾ پهتو ۽ هڪ ٿڌي وڻ هيٺ چؤڌاري ويٺل پنهنجن عقيدتمندن جي وچ ۾ "ڪيرتن" ڪيو ان دؤران گرونانڪ عقيدتمندن لاءِ هڪ چشمي مان قنڌاري نالي شخص کان پاڻيءَ جي گهر ڪئي، پرهن ڀائي مرداني کي ٽيئي ڀيرا انڪار ڪندي وراڻيو تہ "ان کان چو نہ ٿا گهرو، جنهن جي اوهين خدمت چاڪري پيا ڪريو". ان کان سواءِ هيءَ روايت بہ مشهور



پنجہ صاحب گردوارو

آهي تہ ولي قنڌاريءَ جي اهڙي انڪار تي گرونانڪ پنهنجي ڪرامت سان ٽڪريءَ جي چوٽيءَ تان هڪ وڏو پٿر هٽايو ۽ هڪ شفاف پاڻيءَ جو چشمو جاري ڪيو ۽ ان هٽايل پٿر تي گروءَ جي هٿن جا نشان ٺهي بيٺا. اهڙي وارتا ڏسي ولي قنڌاري پڻ گروءَ جي عقيدتمندن ۾ شامل ٿي ويو. اهوئي سبب آهي جو سکن لاءِ گرونانڪ جي هٿن جي نشانن واري هيءَ جاءِ انتهائي مقدس ليکي وڃي ٿي، جنهن کي سکن جو اهم مرڪز چئي سگهجي ٿو. هيءُ مقام راولپنڊي کان



48 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي حسن ابدال ۾ آهي. هتي هر سال هڪ وڏو ميلو لڳي ٿو ۽ پوري دنيا مان هزارين عقيدتمند اچي حاضري ڀرين ٿا.

**ڀَنجي ڀائي/ پنجائي خوجا:** هي خوجا، آغا خان جي فرمان هيٺ عمل ڪندا آهن. ڏينهن ۾ پنج وقت نماز پڙهندا آهن. هنن جي عالمن کي مُکي ۽ ڀڳت چون ٿا. هي اصل ۾ سنڌ جا لوهاڻا هندو هئا، جن پير صدرالدين جي هدايت تي دين اسلام قبول ڪيو. هنن جا خاص پاڙا آهن: (1) مومناڻي، (2) پيرواڻي، (3) تيجاڻي، (4) ڏاتواڻي، (5) فدواڻي، (6) هفداڻي، (7) حاجياڻي، (8) اسماعيلاڻي، (9) قاسماڻي، (10) ميان ناڻي، (11) ميرلياڻي.

**ڀَنجيري:** هڪ قسم جي خوراڪ، جيڪا خاص ڪري ويم واري عورت کي طاقت لاءِ کارائي ويندي آهي. اها خوراڪ ڪٽيل ڏاٽن، اٽي، گيهہ، کنڊ ۽ مغزيات مان ٺهندي آهي. هن کي "پوڳهڙو" بہ چون (وڌيڪ ڏسو: پوڳهڙو- جلد ڇهون).

**پنجين سنڌ ادبي ڪانفرنس لاڙڪاڻو:** هيءَ ڪانفرنس 9 اپريل 1944ع تي مدرسي هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي جي احاطي ۾ ڪوٺائي وئي. هن ڪانفرنس ۾ پليڪار ڪميٽيءَ جو چيئرمئن عبدالوهاب ’ناظر‘ ۽ سيڪريٽري غلام عباس قادري ’جوش‘ هو ڪانفرنس ۾ ڪيترن ئي اديبن، عالمن ۽ شاعرن شرڪت ڪئي، جن ۾ حيدرآباد مان ڊاڪٽر محمد ابراهيم ’خليل‘، مرزا افضل بيگ، مرزا اجمل بيگ، محمد بخش ’واصف‘، محمد خان غني، گل محمد ’آزاد‘ صوفيءَ، ڪراچيءَ مان غلام احمد نظامي ۽ اميرعلي شاهه سوز ’فاني‘، نوابشاهه مان پرسرام ضيا، شڪارپور مان مولوي فقير دوست محمد، خان صاحب غلام حيدر، جيڪب آباد مان اوستو غلام حسين رفيع، قادربخش ’بشير‘، دادوءَ مان حافظ محمد ’احسن‘، عطا محمد ’عطا‘، حيدر علي ’حيدري‘، جمع خان غريب، ليلارام شاعر، رسول بخش دوست، غلام محمد گرامي، احمد خان ’آصف‘، سکر مان ڊاڪٽر غلام حسين جعفري، ڊپٽي انسپيڪٽر ملا اسڪولس، سلطان ڪوٽ مان آغا گل حسن گل، ماستر ويڌارام، غلام سرور ’سرور‘ ۽ سردار مير احمد خان جمالي شامل هئا. ان کان سواءِ لاڙڪاڻي شهر جا ڪافي شاعر ۽ اديب شريڪ ٿيا هئا. جن ۾ حاجي محمود خادم، نواز علي ’نياز‘، عبدالفتاح ’عبد‘، غلام علي مسرور، ثناءُ الله ثنائي ۽ ٻيا شامل هئا. ڪانفرنس ۾ شهر جا معزز به شريڪ ٿيا، جن ۾ سيد محمد هاشم رضا (ڪليڪٽر)، ڪريم بخش شيخ (ايڊمنسٽريٽو آفيسر) ۽ ٻيا شامل هئا.

**پنجين ڪتاب جي معنيٰ (ڪتاب):** هن ڪتاب جو ليکڪ جيئانند آهي. 48 صفحن واري هن ڪتاب جي قيمت هڪ آنو ڇهه پايون آهي. هيءُ ڪتاب چشم نور، ليٿو پريس امرتسر ۾ 1888ع ۾ ڇپيو. ڪتاب جو ٻيو ڇاپو سال 1890ع ۾ اسلاميه پريس لاهور مان ڇپيو جنهن جي قيمت ٻه آنا آهي. هن ڪتاب جو ٽيون ڇاپو 1893ع ۾ سنڌ پرنٽنگ پريس، ڪراچيءَ مان ڇپيو جنهن جي قيمت 3 آنا آهي.

**پنجين موسم کان پوءِ (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب، ناليواري ڪهاڻيڪار طارق قريشيءَ جي ڪهاڻين جو مجموعو آهي، جنهن ۾ ’پنجين موسم کان پوءِ‘، ’جيون جيئڻ آهي، تيئڻ ناهي‘ ۽ ’ابدال‘ سميت ڪل ڏهه ڪهاڻيون شامل آهن. ڪتاب جو مهاڳ ليکڪ پاڻ تفصيل سان لکيو آهي، جنهن ۾ هن پنهنجي پيار ڪهاڻي ۽ هاروتڻ، سندس والد جي نوڪري ۽ ان کان پوءِ پاڻ مٿان آيل ذميوارين ۽ مجبورين جو احوال ڏنو آهي، جڏهن ته پبلشر پاران نوٽ يوسف سنڌي لکيو آهي. سچائي اشاعت گهر دڙي پاران 1993ع ۾ شايع ڪرايل هن مجموعي ۾ ڪل 128 صفحا آهن، جڏهن ته پڪي جلد واري هن ڪتاب جو ملهه 60 رپيا آهي.




**پنچائت:** هند توڙي سنڌ ۾ هيءُ هڪ مڪمل سماجي نظام قائم هو جنهن جي قاعدن تي اڄا به ڪن برادرين جهڙوڪ: ”ڀيلن، ميگهواڙن، ڪولهين، گوارين، جوڳين، ولهارن“ وغيره ۾ عمل ٿئي ٿو سندن برادرين جا پٽيل يا چڱا مڙس برادريءَ ۾ ڏيتي ليتي، ڦڏي فساد کان وٺي ننڍي وڏي مسئلي جو فيصلو ڪندا آهن. پنچائت جي گڏجاڻي اڪثر ڪري شادي ڪاڄ واري چني يا ڪنهن جي مانيءَ تي ٿيندي آهي اتي ئي فيصلو ٿيندو ۽ اتي ئي نبيرو ٿيندو آهي. هر فيصلو پنچائت جي طئه ڪيل اصولن مطابق ٿيندو آهي. انهيءَ فيصلي ۾ ٻي ڪنهن به ذات جي ماڻهوءَ کي ويهڻ به نه ڏنو ويندو آهي. برادريءَ جا اندروني فيصلا سموري برادريءَ جي روبرو ٿيندا ۽ قبول ڪيا ويندا آهن ۽ انهيءَ فيصلي جي پيڪڙي ناهي ڪئي ويندي. اڳرائي ڪندڙ لاءِ پت ۽ هٽ بند ڪيا ويندا آهن. ساڻن ڪنهن به قسم جي ڏيتي ليتي نه ڪئي ويندي آهي. جيڪڏهن ڪنهن به برادري سان ڪو مسئلو يا ڦڏو فساد ٿيندو آهي ته برادريءَ جا چار چڱا ساڻس ڳالهائيندا آهن ۽ پوءِ اهو پنچائت اڳيان آڻي فيصلو ڪيو ويندو آهي. هي هڪ مڪمل شراڪتي، ضابطن، قانونن ۽ آئين وارو نظام آهي، پر هاڻي اهو نظام اڪثر برادرين ۾ ناهي رهيو ڏکڻ سنڌ ۽ وچولي کي ڇڏي، اتر سنڌ ۾ جيڪو جرڳي يا ڪٺ ڪوٺائڻ وارو سرشتو آهي، جنهن کي سرداري نظام چئون ٿا، اهو هن نظام جي بگڙيل شڪل چئي سگهجي ٿو جرڳي ۾ سردار فيصلو ڪندو آهي، پر پنچائت ۾ نج شراڪتي بنياد تي فيصلا ٿيندا هئا. پنچائت ۾ ڪو به سردار ڪو نه ٿئي، راڄن جا چڱا مڙس ئي گڏجي فيصلا ڪندا آهن. انهيءَ ڪري طاقت اڪيلي ماڻهوءَ وٽ نه هئي. پنچائت جي ڪري ماڻهو پاڻ کي اڪيلو ۽ ڪمزور نه سمجهندو هو ايرا سيرا هوندي به سڀ برابر هئا. پنچائت جا فائدا ۽ قانون سيني لاءِ ساڳيا هئا. انهن جي پٺيان پنچائت جي طاقت هئي، مهاتما گانڌيءَ انگريز دؤر ۾ ”پنچائت سسٽم“ کي زور وٺايو هو.

**پنچ تنتر:** سنسڪرت ۾ لکيل آکاڻين ۽ ڪهاڻين جو مجموعو آهي، جيڪو پنجين عيسوي صديءَ جي آخر ڌاري وشنو شرما، ڪنهن راجا جي پٽن لاءِ نصيحت ۽ سمجهاڻيءَ لاءِ لکيو هو جيڪو ’هِتوپديش‘ نالي سان ڄاتو وڃي ٿو هيءُ ڪتاب اوڀر توڙي اولهه جي ڪيترين زبانن ۾ ترجمو ٿي ڇپجي چڪو آهي. هيءُ ڪتاب نوشيروان جي حڪم تي ڇهين صديءَ ۾ پهلوي زبان (پراڻي فارسي) زبان ۾ شايع ٿيو نائين صديءَ ۾ عربي زبان ۾ ’ڪليله ودمنه‘ جي نالي سان ترجمو ٿيو. ان کان پوءِ يا اڳ عبراني، سيراني، ترڪي ۽ يوناني زبانن ۾ به ترجمو ڪيو ويو جن مان وري يورپ جي زبانن ۾ ترجمو ٿيو ۽ انگلنڊ ۾ Pilpay's Fables (Fables of Bidpai) عنوان سان شايع ٿيو موجوده ايران ۾ اهو ڪتاب، ’انوارِ سهيلي‘ ۽ ’عِيارِ دانش‘ جو بنياد آهي. پويون ڪتاب هندوستان ۾ ’خِردِ افروز‘ جي عنوان سان ڇپيو اهي آکاڻيون هندستان ۾ گهڻو مشهور آهن ۽ اُتان ئي ٻين ٻولين ۾ ترجمو ٿيون. اصل متن ۽ ترجمن جا ڪيترائي ڇاپا ڇپيل آهن. سنڌي زبان ۾ 1995ع ۾ هندستان ڪتاب گهر بمبئي وارن هن ڪتاب جو ترجمو شايع ڪيو.

**پنڇري:** ٻيلي ۾ چوپائي مال جي چارڻ تي ورتل محصول، قدرتي طرح درياهه جي ڪنارن سان ٻيلا هوندا آهن، جن جي سنڀال وقت جي حڪومت ڪندي آهي. جيئن ته ٻيلن جي رکواليءَ لاءِ پگهاردار ماڻهو مقرر ٿيل هوندا آهن. انهيءَ ڪري سندن خرچ جي پورائيءَ لاءِ ٻيلي مان فائدو وٺندڙن کان محصول وصول ڪيو ويندو آهي. ”پنڇري“ به محصول جو هڪ قسم آهي. هاڻي ته نه ٻيلا رهيا آهن ۽ نه مال چاريندڙ ۽ نه ’پن چري‘ محصول، جيڪو ٻيلي ۾ مال چاريندڙن کان وصول ڪيو ويندو آهي.

**پن چڪي:** اتي ٻيهڻ جي چڪي، جيڪا پاڻيءَ جي طاقت سان هلي ٿي، هي چڪيون خاص ڪري اترين پهاڙي علائقن ۾ آهن، جتي نهرن جو وهڪرو تيزيءَ سان هيٺ ڪري ٿو. اُن مقصد سان انهن نهرن کي استعمال ڪبو آهي، جن ۾ پاڻيءَ جي سطح مٿيري هوندي آهي. انهن نهرن جي پاسي کان واٽر ڪورس (ڪُرِيي) جيتري پاڻيءَ جي نالي ڪوٽي، ڪجهه پنڌ تائين ڪٽي وڃبي آهي. هيٺ ڪاٺ جي تختن مان ٺهيل ڦرٽي، مضبوطيءَ سان لڳائي، اُن کي هڪ سرائيءَ وسيلي چڪيءَ سان جوڙيو ويندو آهي. نهر مان حاصل ڪيل پاڻيءَ جو وهڪرو جڏهن ڦرٽيءَ تي ڪري ان کي ڦيرائيندو آهي ته چڪي به از خود ڦرڻ شروع ڪندي آهي. هن قسم جون پن چڪيون پاڪستان جي اترين پهاڙي علائقن ۾ عام آهن ۽ انهن جي پاڻيءَ تي آبادي ٿيندي آهي.

**پنچم** (راڳڻي): پنچم راڳڻي ماروا ٺاٽ جي سمپورن راڳڻي آهي. هيءَ اترانگ جي راڳڻي آهي. هن ۾ ٻئي مڌمون هڻندا آهن. مڌم چتوهڻ ڪري للت جو انگ ڏسي ٿي ۽ صورت پٽيار سان مشابهت رکي ٿي. ڪي پنچم جو سرورج ڪندا آهن. هڪ شڪل پنچم راڳ جي هيءَ به آهي ته رکب کي ڪڍي ڇڏڻ سان هيءَ پٽيار کان ڇڄي بيهندي آهي. هن جي خاص تان: گي- پا گي- را سا- ني سا- گي ما پا-پا ما پا گي ۽ مي ڌي مي گي- مي گي را سا- ني ني- سا را گي- ما گي. ما ڌي مي گي- مي گي را سا آهي. هن جي آروهي: سا گي ما- پا ما گي- مي ڌي سَا ۽ امروهي: سا ني ڌي پا ما— گي پا گي- را سا آهي، جڏهن ته وادي سُر: مڌم آهي. هن جي ڳائڻ جو وقت: رات جوپويون پهر آهي.

**پنچم** (رسالو): لاهور مان پنجابي زبان ۾ "پنچم" عنوان سان رسالو نڪرندو آهي، جيڪو 10 سال اڳ مقصود 'ثاقب' ڪڍيو هو ۽ اجا هلي رهيو آهي. "پنچم" کان اڳ ساڳيو رسالو "مان بولي" نالي سان نڪرندو هو پر 10 سال اڳ ان جو نالو بدلائي "پنچم" رکيو ويو مقصود ثاقب هن رسالي ۾ پنجابي بولي ۽ ادب جي مختلف صنفن تي مواد ڇپيندو رهي ٿو همعصر ٻولين جا ترجما پڻ پنجابيءَ ۾ ڪري وجن ٿا. هن رسالي پنجابي ٻوليءَ ۽ ادب جي ترقيءَ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو آهي.



**پن چٽي:** هڪ قسم جو ٻوٽو آهي، جيڪو پسارڪي وڪر طور استعمال ٿيندو آهي. هيءَ ننڍڙو وڻ آهي، جنهن جا پن مينديءَ جي پنن وانگر ۽ ڦر ڪانول پيرن وانگر ٿيندو آهي. گهڻو ڪري پاڻيءَ جي ڪلنير تي ڄمندو آهي. هن جا گل هيڊا ۽ ڦري سائي ٿيندي آهي.

**پن جڻ پُڄاڻان** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب عظيم شاعر شيخ اياز جي شاعريءَ جو مجموعو آهي، هن ڪتاب ۾ اياز جا ٽيڙو/ ٽه سٽا درج ٿيل آهن. سمبارا پبليڪيشن ڪراچيءَ پاران هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو جنوري 1985ع ۾ شايع ڪيو ويو ڪتاب جي ناشر پاران لکيو ويو آهي ته: "ڪتاب ۾، ٽه-سٽن تي ٻڌل "هائيڪا" ڏنل آهن. سنڌي شاعريءَ جي صنفن ۾ هيءَ هڪ نئون ۽ قابل تحسين واڌارو




آهي. اهي ٽه- سٽا ڪٿي مڪمل نظم ته ڪٿي وائيءَ جو تاثر ڏين ٿا. هر ٽه- سٽي ۾، بيت جي ڏيڍ سٽ جيتريون ماترائون ڪم آنديل آهن. نيو فيلڊس پبليڪيشن حيدرآباد، هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1985ع ۾ ۽ ٻيو ڇاپو 1998ع ۾ ڇپيو ٻيو ڇاپو پڪي جلد ۾، 244 صفحن تي مشتمل آهي ۽ قيمت 40 رپيا اٿس.

**پنڊار** (Pindar) (522-443 ق. م): عالمي شهرت رکندڙ مشهور يوناني سياح ۽ شاعر پنڊار کي يوناني ادب ۾ عظيم غنائي شاعر سمجهيو وڃي ٿو چيو وڃي ٿو ته هن ٻيوشائي شاعره ڪورينا کان شاعريءَ جي هڪ مقابلي ۾ هن کان هار کاڌي. پنڊار پوري يوناني دنيا جي سيني حصن ۾ سفر ڪيو ۽ ملڪي سطح تي مشهور هجڻ ڪري ڪيس ڪيترائي ڪم مليا. هن سيراڪيوسي جي بادشاهه هيئرو اول جي دعوت تي ٻه سال سسليءَ ۾ گذاريا ۽ مختلف بادشاهن ۽ اميرن جي شان ۾ شعر چيا. پنڊار پنهنجي شعر جي خوبين عيوض ايترو ته مشهور ٿيو جو جڏهن سڪندر اعظم 335 ق.م ۾ ٿيبيس کي ڦريو لٽيو ته پنڊار جي گهر کي ڇڏي ڏنائين. پنڊار ڀڄن، گيت ۽ قصا وغيره به لکيا ۽ پنهنجن قصن ۾ ڪيترا اخلاقي ۽ مذهبي فلسفا متعارف ڪرايائين. هُو روح جي لافانيت ۽ آخرت جي حساب تي به يقين رکندو هو.



**پنڊاسي:** پنڊاسي، مڇيءَ جو هڪ قسم آهي، جنهن کي انگريزيءَ ۾ 'half beak' چوندا آهن.

**پنڊراڻي:** پنڊراڻي بروهي قوم جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. هنن لاءِ چيو وڃي ٿو ته، هي جهالاواني بروهي آهن: جڏهن ته راءِ بهادر هتورام جي لکڻ موجب: "پنڊراڻي"، رند بلوچ آهن. ڪتاب "بلوچ اور بلوچستان" ص 98 موجب پنڊراڻي، رندن جو پاڙو آهي ۽ واديءِ پنڊران ۾ رهڻ ڪري "پنڊراڻي" سڏجن ٿا.

**پندرهين سنڌ ادبي ڪانفرنس، لاڙڪاڻو:** پندرهين سنڌ ادبي ڪانفرنس 9 ۽ 10 تاريخ 1955ع تي جناح باغ لاڙڪاڻي ۾ ڪوٺائي وئي، جنهن جي مختلف نشستن جي صدارت مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، غلام محمد گرامي، محمد ابراهيم خليل ۽ ڪئي. استقباليه ڪميٽيءَ جو چيئرمئن عبدالغفور ڀرڳڙي ۽ سيڪريٽري محمد علي 'جوهر' هو ڪانفرنس ۾ جن اديبن ۽ شاعرن شرڪت ڪئي، تن ۾ انور عادل (ڪليڪٽر)، عبدالعليم عقيلي، امير بخش قريشي، عطا محمد 'حامي'، آغا گل حسن "گل"، عبدالڪريم 'گدائي'، اظهر گيلاني، پيراظهر آخوند شفيع محمد، بشير موريائي، سرشار عقيلي، عبدالعزيز قنڌاري، حافظ احسن، صادق دهلوي، برگ، يوسفي، غلام عباس جوش، اياز قادري، مولوي نور الدين نور، عاشق واحد بخش ۽ ٻيا ڪيترائي نالي وارا شاعر ۽ ليکڪ شامل هئا.

**پنڊارا:** گهڻو اڳ ۾ وچ هندستان ۾ بي رحم ۽ پيشور ڌوهارين ماڻهن جو ٽولو هوندو هو هي ماڻهو قومي يا مذهبي اتحاد کان بلڪل بي پرواهه هئا ۽ مختلف قومن ۽ فرقن سان تعلق رکندا هئا. ڦرلٽ دوران انسانيت سوز ظلم

ڪرڻ کان بہ پرهيز نہ ڪندا هئا. ارڙهين صديءَ جي سياسي انتشار مان فائدو وٺي، هنن قتل ۽ غارتگريءَ کي پنهنجو ڌنڌو ناهي ڇڏيو هو. هنن جي سرگرمين جو مرڪز وچ هندستان جو علائقو هو. مرهٽا سردار سنڌيا ۽ هولڪر وغيره فوجي خدمتن عيوض سندن سرپرستي ڪرڻ لڳا هئا. چيتو، واصل محمد، ڪريم خان، هيرو ۽ ٻيا سندن طاقتور سردار هئا. انهن 1812ع ۾ انگريزي ضلعن مرزاپور ۽ شاهہ آباد ۾ ڦرمار ڪئي. 1815ع ۾ نظام جي علائقي ۽ 1816ع ۾ اترين علائقن ۾ قتل ۽ غارت جي بازار گرم رکي. لارڊ هيسٽنگز 1817ع ۾ راجپوتن ۽ مرهٽن جي سردارن سان ٺاهہ ڪري، پنڊارن خلاف هڪ زبردست مهم هلائي، جنهن ۾ سندن سرپرستن هٿيار ڦٽا ڪيا ۽ ڪي مارجي ويا. پنڊارن مان جيڪي بچي نڪتا، تن ٻنهي ٻاري جو ڪم شروع ڪيو ۽ پُرامن زندگي گذارڻ لڳا.

**پنڊت¹**: سنسڪرت ۾ مٿاهين درجي جي ودوان يعني عالم کي 'پنڊت' چئبو آهي، جيڪو نہ رڳو شاگردن کي تعليم ڏئي. پر هر علم ۽ موضوع جي ڄاڻ رکندڙ ودوان کي 'پنڊت' سڏيو ويو آهي. هندستان ۾ ڪيترائي مسلمان بہ "پنڊت" ٿي گذريا آهن، جن مان بہ نالا هت ڳڻائجن ٿا، جن سنسڪرت ٻوليءَ ۾ تحقيقي ڪتاب لکيا. اُنهن مان هڪڙو هو پنڊت مولوي عبدالرحيم شاستري، سنسڪرت جو ليڪچرار علي ڳڙهہ مسلم يونيورسٽي ۾ سنسڪرت جو ليڪچرر ۽ ٻيو هو مولوي پنڊت حبيب الرحمان، جنهن جو سينگار جي شاعريءَ تي ڪتاب 'فلسفہ انبساط' مشهور آهي. سنڌ ۾ خصوصاً ٿرواري علائقي ۾ مکيہ ڏهاڙن جون رسمون ادا ڪرائيندڙ برهمڻ/ ٻانڀڻ کي بہ پنڊت چوندا آهن. اهي شادي توڙي غميءَ جون رسمون ۽ پوڄا پاٺ ڪرائيندا آهن.

**پنڊت²**: موسيقيءَ جي عالم کي بہ پنڊت چوندا آهن. هن دؤر ۾ هن علم جي ڄاڻوءَ جي ڄاڻ پي ايڇ. ڊي جي ڊگريءَ برابر سمجهڻ گهرجي. پنڊت لاءِ لازمي آهي تہ هُو نہ صرف راڳ، پر علم ابجد جو بہ ماهر هجي. راڳن کي شروعات کان سڃاڻندو هجي ۽ پنهنجا راڳ ٺاهيندو هجي. پنڊت کان هيٺ 'گُني'، ان کان هيٺ 'گندرپ'، ان کان هيٺ 'بجائڪ'، ان کان هيٺ 'گايڪ' ۽ ان کان هيٺ 'نائڪ' ٿين ٿا. هي سڀ علم موسيقيءَ جون ڊگريون آهن.

**پنڊت اوم ڪرنات ٺاڪر**: ڪلاسيڪي موسيقيءَ جو مشهور گائڪ پنڊت اُوم ڪرنات ٺاڪر، شڪارپور سنڌ جي هانڊن ۾ هر سال ايندو هو. سندس ڳائڻ جو انداز نرالو هو ۽ سندس آواز ۾ مٺڙتا هئي، ان ڪري حاضرين محفل کي تمام گهڻو پسند هوندو هو.



پنڊت اوم ڪرنات ٺاڪر 26 جون 1897ع ۾ رياست بڙودا جي هڪ ڳوٺ ۾ ڄائو. سندس گلي ۾ قدرتي ميٺاج هو. 13 ورهين جي ڄمار ۾ هندستان جي مشهور گائڪ 'وشنو ڊگمبر' جو شاگرد ٿيو ۽ ان وٽ 9 سال سنگيت جي سکيا ورتائين. جون 1922ع ۾ پنڊت اُوم ڪرنات ٺاڪر نيپال جي راجا وٽ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪيو ۽ ڪافي شهرت حاصل ڪيائين. ڪجهہ وقت خان صاحب عبدالڪريم خان جو بہ شاگرد ٿي رهيو. اٽليءَ جي حڪمران مسوليني‌ءَ آڏو بہ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪيائين. 1955ع ۾ ڪيس ڀارت سرڪار پاران ملڪ جو وڏي ۾ وڏي خطاب "پدم شري" مليو. پنڊت اوم ڪرنات ٺاڪر ڪافي عرصو بيمار رهڻ کان پوءِ 28 ڊسمبر 1967ع تي گذاري ويو.

**پنڊت ڀڄن سوپاري** (سنتور نواز): سنتور ساز وڄائڻ وارا پاڪستان ۾ تمام ٿورا آهن، پر سنڌ ۾ شايد ئي ڪي هجن. هي ساز جيترو ملو آهي، اوترو وڄائڻ ۾ اوکو بہ آهي. هن ساز جا ايران ۾ وڄائڻ وارا گهڻا آهن. ڪشمير



جو پنڊت ڀڄن سوپاري، ابي ڏاڏي کان وٺي هن ساز جو وڄوت آهي، جنهن 1950ع ۾ جنم ورتو. هن سنتور جي ابتدا ۾ سکيا پنهنجي ڏاڏي کان ورتي، جنهن جو نالو ايس. جي. سوپاري هو. ان جي مرڻ کان پوءِ پنهنجي پيءُ پنڊت ايس. اين. سوپاري جو شاگرد ٿيو. هن ڪلاسيڪل ۽ مغربي موسيقيءَ جي تعليم بہ مڪمل ڪئي آهي. سوپاري هن وقت دنيا جو وڏي ۾ وڏو سنتور نواز آهي، جنهن مغربي دنيا جي ڪيترن ئي ملڪن مان اوارڊ حاصل ڪيا آهن. هن وقت هو آل انڊيا ريڊيو سان منسلڪ آهي.

هي سنتور مان درپڊ ۽ خيال اهڙي تہ ڪاريگريءَ سان وڄائيندو آهي، جو ٻڌندڙن تي سحر طاري ٿيو وڃي. هن وقت سنتور جو ڪانئس وڏو دنيا ۾ ڪوبہ وڄوت ڪونہ آهي. هن ساز جا ڪجهہ وڄائيندڙ، ڪشمير، مظفر آباد ۽ سوات ۾ موجود آهن.

**پنڊت ديودت شرما**: پنڊت ديودت شرما حيدرآباد جي سارسوت برهمڻن جي شرنگي ڪُل يا نُک مان ٿي گذريو آهي. هيءُ مشهور اخبار نويس، ليکڪ ۽ مترجم رهيو آهي.



"سنڌ راشٽر ڀاشا سمتيءَ" پاران "قومي اخبار" ڪڍيائين، جنهن ۾ هندي زبان ۽ ديوناگري لپيءَ جي حمايت ۾ پرچار ڪندو رهيو. هُو شاگردن کي هنديءَ ۾ "راشٽر ڀاشا رتن"، "ساهت رتن" ۽ سنسڪرت جي "ڪاويہ تيرٿ" امتحانن لاءِ تياري ڪرائيندو هو. 1920ع کان ملڪ جي آزاديءَ واري تحريڪ ۾ وڏي چڙهي حصو ورتائين، 21 مهينا جيل ڪاٽيائين ۽ لاڳيتو 9 سال حيدرآباد سنڌ ڪانگريس ڪميٽيءَ جو سيڪريٽري رهيو. پڪو گانڌي وادي هو. شاعر بہ هو. انقلابي هلچل ۽ هيمون ڪالاڻيءَ بابت سندس شاعريءَ جو ڪتاب "هيمون شتڪ" ڇپيل آهي. شتڪ چند ۾ هنديءَ مان ڪيترا ڪتاب سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيائين، جن مان مکيہ هي آهن: بنڪم چندر چٽرجيءَ جو "آنند مٺ"، وارن هيسٽنگس جا ڪارناما، ڀڳت ڪبير وغيره. ڪاليداس جي مشهور نظم "ميگهدوت" جو سنڌي منظوم ترجمو سندس لاڏاڻي کان بہ ڏينهن اڳ اجمير جي اجنتا پبليڪيشن شايع ڪيو. جنهن جو مهاڳ ناميارى شاعر نارائڻ شيام جو لکيل آهي.

ورهاڱي کان پوءِ پنڊت ديودت اجمير ۾ وڃي رهيو. هن جو ديوناگري لپيءَ جي پرچار جاري رهيو. هو سنڌ پبلشنگ سوسائٽيءَ جو صدر رهيو. هن

128 ادبي ۽ درسي ڪتاب، ديوناگري لپيءَ ۾ ڇپائي پڌرا ڪيا. بمبئيءَ جي "لوڪ سيوا منڊل" پاران ڪيترائي ڪتاب عربي لپيءَ مان ديوناگريءَ ۾ الٿو ڪري ڇپايائين. پرپداس برهمچاري ۽ ديپچند تلوڪچند سان گڏجي "سنڌي- هندي- انگريزي ڊڪشنري" تيار ڪري ڇپايائين. 1970ع ڌاري لاڏاڻو ڪيائين.

**پنڊت شاناڪ/ سارنگ سنڌي**: شاناڪ عرف سارنگ سنڌيءَ نالي تاريخ ۾ هڪ ويد/ حڪيم جو ذڪر ملي ٿو جيڪو طب، حڪمت ۽ نجوم جو وڏو عالم ٿي گذريو آهي. هن جي ڪتابن جو عربي تذڪرن ۾ به ذڪر ملي ٿو جن ۾ سندس مشهور ڪتاب "ڪتاب البيطرح"، "ڪتاب فيعم النجوم"، "ڪتاب السموم" ۽ "ڪتاب منتح الجواهر" شامل آهن. ان کان سواءِ هن جو سياست تي لکيل هڪ ڪتاب عربيءَ ۾ ترجمو ٿيو هو، جنهن ۾ حڪمرانيءَ جا آداب ۽ جنگي انتظام بيان ڪيل آهن.

**پنڊت ڪشنچند جيٽلي**: مشهور اديب، تاريخ نويس ۽ لسانيات جي ماهر، پنڊت ڪشنچند ولد ٽوپڻ لال جيٽلي جو جنم، 21 جولاءِ 1910ع تي حيدرآباد، سنڌ ۾ ٿيو ۽ 18 جنوري 1995ع تي مهاراشٽر صوبي (ڀارت) جي پوني شهر ۾ ديهانت ڪيائين. ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جي دور ۾ سندس وڏا، فقير جي پڙ جي ويجهو مُکي گهٽيءَ ۾ پنهنجو گهر ٺهرائي اچي رهيا هئا. پنڊت ڪشنچند جو پيءُ ٽوپڻ لال وئديه ديسي طب (آيرويدڪ) ۽ سنسڪرت جو علم پنهنجي پيءُ کان حاصل ڪيو. ان کان پوءِ ڪلڪتي ۽ پرياگ (الهه آباد) جي يونيورسٽين مان امتحان پاس ڪيائين. ڪيس سنڌ جي تاريخ جي اڀياس سان وڏو چاهه هو. هن آڳاٽيءَ سنڌ جي سڀيتا ۽ سنسڪرتيءَ جو خاص اڀياس ڪري، ويدن واري زماني بابت ڪافي تحقيقي مقالا لکي شايع ڪرايا. پنڊت ڪشنچند جا سنڌي ٻوليءَ، ساهت ۽ سنڌ جي اتهاس بابت سؤ کان به وڌيڪ تحقيقي مقالا ڇپيل آهن. 1942ع ۾ مختلف تعليمدانن ۽ مفڪرن سنڌ ۾ "وڪرم يونيورسٽي" برپا ڪرڻ جي رٿ ناهي هئي، ان جو مکيه مقصد سنڌ جي اتهاس، سڀيتا ۽ سنسڪرتي لپي وغيره تي تحقيق ڪرائڻ هو ان رٿا لاءِ پنڊت ڪشنچند جيٽلي، سڄيءَ سنڌ جو دورو ڪري سنسڪرت، هندي ۽ سنڌيءَ ۾ هزار کن آڳاٽا قلمي نسخا هٿ ڪيا هئا، پر هندستان جي ورهاڱي سبب اهو خواب اڌورو رهجي ويو ۽ ڪتابي ذخيرو به ناس ٿي ويو اهڙا سؤ کن نسخا، جيڪي ناس ٿيڻ کان بچي ويا، سي سندس شخصي لائبريريءَ ۾ موجود آهن، جن کي سندس لائق پُٽ ۽ سنڌي ٻوليءَ جو وڏو عالم ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي سنڀالي رهيو آهي.

سنڌ مان 1947ع واري ورهاڱي وقت لڏي وڃڻ کان پوءِ ڪشنچند ڪٽنب سميت پوني ۾ وڃي رهيو 'موهن جي دڙي جي لپي'، 'ويدن واري زماني جي سنڌ' وغيره موضوعن تي ڪيترا تحقيقي مقالا لکيائين، جيڪي آل انڊيا قومي ڪانفرنسن ۽ سيمينارن ۾ پڙهيائين. پنڊت ڪشنچند جي خاص خوبي اها هئي ته هو 84-85 ورهين جي ڄمار ۾ به لڳاتار پندرهن سورهن ڪلاڪ لکڻ پڙهڻ ۽ اڀياس ڪرڻ ۾ مشغول رهندو هو. سندس ڪتابي صورت ۾ شايع ٿيل تحريرون هن ريت آهن:

(1) هنديءَ ۾ لکيل "سنڌي ڀاشا ڪا سنڪپت پريچيه" (سنڌي ٻوليءَ جي مختصر واقفيت: 1957ع)، (2) "شرنگار لهر" (سنسڪرت جي شعرن جو سنڌي نظم ۾ ترجمو: 1984ع)، (3) "ميگهه دوت" (ڪاليداس جي سنسڪرت شعرن جي مشهور ڪتاب جو سنڌيءَ ۾ ساڳئي سنسڪرت ڇند ۾ ترجمو)، (4) "سنڌي هٽ- واڻڪن اکرن جي تاريخ" (هن ڪتاب ۾ هٽ واڻڪن يا خواجڪي لپيءَ جي ڀيٽ موهن جي دڙي جي اکرن ۽ براهمي لپيءَ سان ڪئي وئي آهي)، (5) "موهن جو دڙو ۽ هڙاپا سنسڪرتي، انهيءَ وقت جي مهرن جي لپي ۽ ڀاشا" (هن ڪتاب ۾ موهن جي دڙي مان لڌل مهرن جي پڙهڻي ۽ معنيٰ سمجهائي وئي آهي: 1985ع)، (6) "سنڌي نالن ۾ سنڌيت جي سڳنڌ" (سنڌي هندن ۽ مسلمانن جي نالن جي اڀياس ذريعي سنڌ جي اتهاس جي جهلڪ پيش ڪيل آهي: 1986ع)، (7) "سئنڌوي- سنسڪرتي" (سنڌو تهذيب ۽ پراچين سنڌ جي اتهاس تي مراٺي ٻوليءَ ۾ لکيل مقالن جو مجموعو: (1991ع)، (8) "سنج اپنشد" (سنسڪرت ۾ لکيل ڪام شاستر ڪتاب جو ترجمو: (1988ع)، (9) "سنڌي ويا ڪرڻ پراچيه" (سنڌي ٻوليءَ جو وياڪرڻ: 1989ع) ۽ (10) "سنڌي زيور (سنڌي زيورن جي باتصوير سمجهاڻي: (1994ع).

پنڊت جيٽلي "سنڌي شبد مهراڻ" نالي سنڌي هم معنيٰ لفظن جي ڊڪشنري به تيار ڪئي هئي، جيڪا اڻ ڇپيل آهي ۽ سندس ٻيو به ڪيترو مواد اڻ ڇپيل حالت ۾ سندس فرزند ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي وٽ موجود آهي.

**پنڊت موهن لال**: پنڊت موهن لال لالا ڳوٺ پوٽرن (لڳ سيوهڻ) جو وينل هو هي ميان عطر خان ولد ميان نور محمد ڪلهوڙي جي دربار جو خوش نويس هو ميان عطر خان جي دربار ۾ 27 خوش نويس هئا، ليڪن جاءِ صدارت پنڊت موهن لال والاري هئي. جنهنڪري ڪيس "قرة العين" (اکين جو ٺار) جو لقب مليل هو. ميان عطر خان هن کان "نگرانِ سنڌ" نالي "آئينِ اڪبري" جي نموني تي 12 جلدن ۾ "سنڌ جي حڪمرانن جي تاريخ" مرتب ڪرائي هئي. جنهن ۾ سنڌ جي تاريخ سان گڏ سنڌ جي ولين جو به ذڪر ۽ سنڌ جا قصا ۽ ڪهاڻيون به تحقيقي انداز ۾ موجود آهن. هن تاريخ تيار ڪرڻ ۾ پنڊت موهن لال وڏي محنت ڪئي هئي. ته ماهي مهراڻ جي شماري 1990/2ع موجب هي نادر ماخذ ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي وٽ محفوظ هو جڏهن ته ميان علي محمد سيال، جيڪو تعليم کاتي ۾ انسپيڪٽر اسڪولس رهي چڪو هو اُن پنهنجي ڊائريءَ ۾ هن ماخذ جو ذڪر ڪيو آهي ۽ لکيو آهي ته عمر ڪوٽ ۾ نوڪريءَ دوران ڪڇ کان ڪي سنڌي صاحب زادا وٽس پڙهڻ آيا هئا، جن ڪيس ڪجهه جلد پڙهڻ لاءِ ڏنا هئا. سيال صاحب انهن تان ڪجهه اوتارا ورتا هئا، جن ڪي پير "اظهر" ريلائيءَ چوپڙيءَ جي صورت ۾ ڇپايو هو، سندس انهيءَ ڇپيل چوپڙيءَ جو نالو "ريلائي پير" آهي.

**پنڊت نکيل بينرجي** (ستار نواز): استاد علاءُ الدين خان جو شاگرد نکيل بينرجي، سال 1931ع ۾ ڄائو استاد علاؤ الدين جي وفات کان پوءِ هن



استاد علي اڪبر خان ۽ اروناپور ديويءَ کان ستار جي تعليم ورتي. هن ڪيترو ئي عرصو "علي اڪبر ڪاليج آف ميوزڪ" ۾ تعليم ڏني ۽ استاد علي اڪبر خان سان جگل بنديءَ ۾ ڳاتو هن هندستان کان ٻاهر آمريڪا ۽ يورپ جي ڪيترن ئي ملڪن ۾ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪيو هن ڪي موسيقي رڪارڊ

ڪرائڻ ۾ مزو نہ ايندو هو ۽ پنهنجو الڳ مزاج رکندو هو. هن هميشہ تخليق ڏانهن ڌيان ڏنو ۽ هميشہ ماڻهن جي سامهون اچي پنهنجي فن جي مظاهري ڪرڻ کي وڌيڪ ترجيح ڏني، پر جيڪڏهن هن جون ڪي ڪيسٽون ۽ سيڊيون آهن بہ، تہ اهي Live (سڌيون ڳائينديءَ) رڪارڊنگ جون آهن. هن کي راڳداريءَ جي علم جي وڏي ڄاڻ هئي ۽ مختلف راڳڻيون ستار تي وڄائيندو هو. هن 54 ورهين جي عمر ۾ 1986ع ۾ لاڏاڻو ڪيو. سندس شاگردن جو تعداد ڪافي آهي.

**پنڊت وجئہ لڪشمي** (Pandit, Vijaya Lakshmi): وجئہ لڪشميءَ جو جنم 18 آگسٽ 1900ع تي هندستان جي نهرو خاندان ۾ پنڊت موتي لال نهروءَ جي گهر ۾ ٿيو. هوءَ هندستان جي نامور سياستان پنڊت جواهرلال نهروءَ جي ڀيڻ هئي. 1921ع ۾ هُن رنجيت سيتارام پنڊت سان شادي ڪئي، جيڪو 14 جنوري 1944ع تي لاڏاڻو



ڪري ويو. هوءَ پهرين هندستاني عورت هئي، جيڪا ڪئبنيٽ جي ميمبر رهي. 1937ع ۾ کيس اُتر پرديش جي صوبائي قانون ساز اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. هن مڪاني خودمختيار حڪومت ۽ عام صحت واري وزارت جو قلمدان سنڀاليو. هن 1939ع تائين پبلڪ هيلٿ جي وزارت سنڀالي 1946ع ۾ کيس يو پيءَ جي قانون ساز اسيمبليءَ ۾ چونڊيو ويو. 1947ع ۾ انگريزن کان آزادي ملڻ کان پوءِ هوءَ 1947ع کان 1949ع تائين، 1949ع کان 1951ع تائين سوويت يونين ۾ يونائيٽيڊ اسٽيٽس ۽ ميڪسيڪو ۾ ۽ 1955ع کان 1961ع تائين آئرلينڊ ۾ سفارتڪار جون خدمتون سرانجام ڏيندي رهي. (انهن سالن دوران هوءَ هندستان پاران اقوام متحده ۾ برطانيا جي هاءِ ڪمشنر بہ رهي)، 1958ع کان 1961ع تائين اسپين جي سفير رهي. 1946ع ۽ 1968ع جي وچ ۾ هوءَ اقوام متحده جي جنرل اسيمبليءَ جي پهرين عورت صدر بہ رهي. هندستان ۾ هوءَ 1962ع کان 1964ع تائين مهاراشٽر صوبي جي گورنر رهي. ان کان پوءِ هوءَ 1964ع کان 1968ع تائين لوڪ سڀا جي ميمبر رهي. اندرا گانڌي جي 1966ع ۾ وزيراعظم چونڊجڻ کان پوءِ وجيہ لڪشمي سندس سخت نقاد رهي ۽ سخت اختلافن سبب آخرڪار رٽائر ٿي وئي ۽ باقي ڏهاڙا ديرادون ماڻريءَ ۾ گذاريائين. سندس ڪتابن ۾ (1) The Evolution of India (1958) ۽ (2) The Scope of Happiness: A Peronal Memoir (1979) شامل آهن.

وجئہ لڪشمي جو ديهانت ديرادون (ڀارت) ۾ 1 ڊسمبر 1990ع تي ٿيو. سندس ڌيءَ نئين تارا سهگل، مشهور ناول نگار آهي ۽ سندس ڏوهٽي گيتا سهگل صحافت جي پيشي سان تعلق رکي ٿي.

**پنڊت وشنو ڊگمبر پُلسڪر**: هندستان جو هيءُ مشهور گائڪ، شڪارپور جي هاندن ۾ هندستان کان ايندو هو "خيال" جي گائڪيءَ ۾ گهڻي شهرت رکندو هو. 1906ع ۾ لاهور جي سنگيت جي محفل ۾ درباري هن راڳ پيش ڪرڻ کان اڳ چيو هو تہ "منهنجي دل چوي ٿي تہ اڄ هن درباري محفل ۾ راڳ کي اهڙي نموني پيش ڪريان، جو اوهين سڀ بيخوديءَ ۾ مون سان گڏ ڳائڻ لڳو." سندس چوڻ سچو ثابت ٿيو ۽ ان محفل ۾ سڀئي حاضرين هن ڪلاڪار سان گڏ ڳائڻ لڳا. کيس تيرهن پٽ هئا، جن مان گهڻا ننڍيءَ عمر ۾ گذاري ويا. سندس هڪ پٽ ڊي. وي. پُلسڪر بہ مشهور راڳي ٿي گذريو آهي. کيس هندستان جي 1953ع ۾ ٺهيل فلم "بيجو باورا" جي هڪ منظر ۾ تانسين ۽ بيجو باورا کي اڪبر شهنشاهہ جي دربار ۾ موسيقيءَ جي مقابلي جو راڳ ڳائيندي ڏيکاريو ويو آهي، اهو راڳ ديسي ٽوڙي هو جنهن جي بلمپت جا بول "تمري گو گاوي" ۽ "آج گاوت من جهوم ڪي" وغيره آهن. هيءُ راڳ فلم ۾ هندستان جي مشهور گويي امير خان سان گڏ وشنو ڊگمبر جي پٽ ڊي. وي. پلسڪر ڳايو آهي.

**پند پاهڻ** (Fossil): وڻ ٽڻ، ٻوٽا ۽ ساهوارا هزارين سالن بعد پٿرائبار يعني پند پهڻ (Fossilisd) ٿي ويندا آهن. پند پاهڻ ٿيڻ لاءِ عمر يا وقت مقرر نہ آهي، پر ان جو مدار زميني ۽ ماحولياتي حالتن تي هوندو آهي. بهرحال پند پاهڻ ڪروڙن سالن جا بہ آهن، پر گهٽ ۾ گهٽ ان لاءِ ڏهہ هزار سال عرصو درڪار هجي ٿو. هزارين سال اڳ مري ويل ٻوٽا يا ساهوارا، جيڪي ڳرڻ کان ٿورا يا سڄا بچي ويندا آهن، سي گهڻي وقت کان پوءِ پند پاهڻ ٿي ڌرتيءَ جو حصو ٿيو وڃن. اهڙيءَ ريت هي نامياتي اسمن جي سانڍ جو طبعي عمل آهي. انهن اسمن جا حياتيءَ ۾ ڇڏيل ڍانچا يا نشان جيڪي پند پهڻ جي صورت وٺن ٿا، تن کي Trace Fossils سنگولي نشان/ اهڃاڻ چيو وڃي ٿو.



پند پاهڻ

پند پاهڻ ٿيڻ لاءِ اسم جو ڪنهن پاڻياٺي گيرٽ (Sediment) ۾ پورجي وڃڻ ضروري آهي. ان کان پوءِ ان ۾ ڪيميائي تبديلي واقع ٿيندي آهي ۽ ان مان معدنيات نڪرڻ يا داخل ٿيڻ جو عمل شروع ٿيندو آهي.

پند پاهڻي عمل ڪئين ٿئي ٿو؟ هن عمل جو مدار ڪيترن مادي حالتن جي سلسلي تي آهي. ان لحاظ کان اڪثر غير معمولي حالتن کي ڇڏي گهڻو ڪري اسم جو پيچرو يا سخت ڀاڱا پٿرائبا آهن. اهو اڪثر تڏهن ٿيندو آهي، جڏهن ڪو نامياتي اسم پنهنجون پرواريون حالتون بدلائي سگهندو آهي ۽ پنهنجي اندر معدني لوڻ جي ميلاپ ٿيڻ ۾ مدد يا اضافو ڪرڻ ۾ حصو وٺندو آهي. جڏهن ائين ٿيندو آهي تہ پوءِ Mineralization واري حالت پيدا ٿيندي. اها ڪيميائي تبديلي پٿرايل جسم کي وڌيڪ سخت ٿيڻ ۾ مدد ڪندي آهي ۽ اهو پر واري گيرٽ کان وڌيڪ سخت ٿي پوندو آهي. هيءَ پٿرائجڻ جي ٻي صورت آهي، جنهن ۾ سجو جسم بہ پٿرائجي سگهي ٿو.

اهڙي طبعي طريقي کان سواءِ به ڪي حالتون آهن، جن ۾ ڪو نامياتي اسر / جسم محفوظ رهي سگهي ٿو. هي ٻِين صورت آهي، جنهن ۾ جسم خود پٿرائجڻ بجاءِ جيئن جو تيئن به محفوظ ٿي سگهي ٿو. مثال طور:

(1) ڏِنڊ/ڪوهيڙي (Amber) جي گهيري ۾ اچي وڃي،
(2) بالو وارجڻ (Silicification): هيءَ به پٿرائجڻ جو هڪ نمونو آهي.
(3) Phosphatization فاسفورس جي مواد ۾ گهيرجڻ.
(4) Mummification مميائڻ، خاص مصالحن لڳائڻ سان.
(5) Freezing شين جو برفائڻ، برفجي ڄمڻ.
(6) Tarsand embalming ڏامر جو مڪُ.
(7) Lime Stone encasing چن جي پٿر جو تهه چڙهڻ.
(8) Pyritization آتشي فولاد ۾ گهيرجڻ (آرسينڪ يا سلفر مليل معدنيات)

وغيره ڪنهن جاندار جي جسم کي پنڊ پاهڻ بنائڻ جو سبب بنجن ٿا، جنهن ۾ اهو جسم جيئن جو تيئن جاندار مان ڦري پنڊ پاهڻ پٿر ٿي وڃي ٿو.

**پنراج گڍ** (ڳڙهه): هيءُ قلعو تعلقي ننگرپارڪر ۾ واقع ڪارونجهر جبل ۾ پراڻي آستان ساڙڌري کان ٿوري فاصلي تي ڏٺل حالت ۾ موجود آهي. هي قلعو ان وقت جي پارڪر جي سوڍي حڪمران پنراج، دشمنن کان بچاءَ لاءِ ٺهرايو هو. هڪ روايت موجب جڏهن گجرات جي حاڪم احمد شاهه پارڪر تي چڙهائي ڪئي ۽ پارڪر جي سُوراچند ڳوٺ کي گهيرو ڪيو هو ۽ سُوري چارڻ کي چيو هو ته "هلي راڻو ڏيکار، نه ته تنهنجو سِر ڌڙ کان ڌار ڪيو ويندو". سُورو چارڻ اجازت وٺي، پنراج وٽ آيو ۽ عرض ڪيائينس ته: "جيڪڏهن راجپوت آهيو، ته مون کي بچايو ۽ هلي لشڪر اڳيان حاضر ٿيو." ان تي پنراج، سوري چارڻ کي چيو ته "منهنجو سِرُ وڃي حاڪم احمد شاهه کي ڏي، پر آءٌ حاضر ٿي نٿو سگهان." ان قصي تي هڪ دوهو به چيل آهي:

ڦڳڻ ماس، ورس اٺانوي تِٿ تيرَس ٻُڌ وار،
سينڌل سر سماپتيو پُچ ڌاري پنراج.

**پنراڙ**: هڪ قسم جو ٻوٽو آهي، جيڪو پساري ڪي وڪر طور ڪم ايندو آهي. هيءُ ٻوٽو ڏيڍ فوٽ وڏو، ڪسونبي جي ٻوٽي وانگر ٿئي ٿو هن جا پن ساوا، لعابدار، بدبوءِ سان پريل ۽ گول ٿين ٿا. هن جا پن سانجهيءَ ٽاڻي پاڻ ۾ ملي ويندا آهن ۽ پرهه ڦٽيءَ جو وري ڌار ٿي ويندا آهن. هن ٻوٽي جي ڦرين ۾ سخت ٻج هوندو آهي ۽ اهي ڦريون گرانٽ جيڏيون ڊگهيون ٿين ٿيون. ٻوٽي جا پن ساوا، گل هيڊا ۽ ٻج ڪارا ٿين ٿا.

**پنرجنم/ آواگون** (Reincarnation): هن عقيدي کي قديم يوناني ٻوليءَ ۾ "Palingenesis" چيو ويندو هو جنهن جي معنيٰ آهي 'وري ٻيو جنم' ۽ انگريزيءَ ۾ "Reincarnation" چيو وڃي ٿو جيڪو اصل لاطيني ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي معني آهي "ٻيهر گوشت ۾ داخل ٿيڻ". هنديءَ ۾ هن کي سمسار (Samsara) چيو ويندو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "زندگي ۽ موت جو بار بار ورجاءُ".

آواگون نظريي جي مطابق مرڻ کان پوءِ روح پرواز ٿي ويندو آهي ۽ مقرر ڪيل عرصي کانپوءِ وري ڪنهن ٻئي جسم ۾ جنم وٺندو آهي. هن مرحلي کي 'روح جي منتقلي' به چيو ويندو آهي. ڪائنات جو سرشتو جيڪو زندگي، موت ۽ وري زندگيءَ جي سلسلي سان هلندڙ آهي، اهو سچو انسان جي عملن تي ٻڌل آهي، مثلاً: "جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ جا عمل بد آهن ته ان جو جنم ڪنهن اهڙي بدڪار جانور، ماڻهوءَ يا ڪنهن نباتات ۾ ٿيندو، پر جيڪڏهن عمل سٺا اٿس ته پوءِ ڪنهن اعليٰ نسل جي حيوانات يا نباتات ۾ جنم وٺندو. موت جي وقت جسم ان لاءِ مرده ٿي ويندو آهي ته جيئن هن دنيا يا ٻي دنيا ۾ وري نئين جسم ۾ ظاهر ٿي سگهي."

**اسلام ۾ پنرجنم عقيدو**: قرآن شريف جي سورة الڪهف ۾ واضح آهي ته: "اسان زمين مان ئي توهان کي پيدا ڪيو ۽ انهيءَ ۾ ئي توهان کي موٽائيندا سين ۽ انهيءَ مان ئي توهان کي ٻيهر ڪينداسين" مسلمانن جو نظريو آهي ته قيامت جي ڏينهن سڀ مرده وري زنده ڪيا ويندا. اهو به عقيدو آهي ته قيامت کان اڳ ڪجهه پيغمبرن جو ظهور ٿيندو جهڙوڪ: حضرت عيسيٰ ؑ ۽ حضرت خضر ؑ. شيعه فرقي وارن جو عقيدو آهي ته امام محمد مهدي ؑ جو ظهور به قيامت کان اڳ ٿيندو.

**هندومت ۾ پنرجنم عقيدو**: هندومت وارن جو عقيدو آهي ته هر انسان جا 72 جنم ٿيندا آهن ۽ پوءِ جنهن جا جهڙا عمل هوندا، ان جو اهڙو ئي جنم ٿيندو. ڀڳوت گيتا ۾ چيل آهي ته آتما (روح) غير مادي ۽ لافاني آهي، جنهن جو ڪڏهن به موت نه ٿو ٿئي. جڏهن ته جسم کي جنم به ملي ٿو ته موت به. هنن جو عقيدو آهي ته انسان جو جنم سندس خواهشن ۽ عملن مطابق ٿئي ٿو. جيئن ته هڪ انسان جون خواهشون مڪمل طور ڪڏهن به پوريون نه ٿيون ٿي سگهن، تنهنڪري انسان ڪڏهن به مطمئن نه ٿو ٿي سگهي، جنهن سبب اهو انسان انهن رهيل خواهشن جي پورائي لاءِ بار بار جنم وٺندو رهي ٿو. پر جڏهن اهو ئي ساڳيو انسان دنياوي شين کي ڇڏي روحانيت ڏانهن راغب ٿي پنهنجون نفسياتي خواهشون ختم ڪندو ته پوءِ اهو مطمئن ٿي ويندو، جنهنڪري سندس آواگون وارو عمل رڪجي ويندو ۽ کيس مُڪتي (ڇوٽڪارو/ نجات) ملي ويندي. هندو عقيدي مطابق ڀڳوان به ٻين روپن ۾ هن ڌرتيءَ تي جنم وٺي ايندا رهيا آهن ۽ ايندڙ وقت ۾ به اوتار بنجي ايندا رهندا، جنهن جو مثال ڀڳوان وشنو جو جنم آهي، جيڪو هن وقت تائين سندن عقيدي موجب نوَ جنم وٺي چڪو آهي ۽ ايندڙ ڪنهن دؤر ۾ ڏهون جنم به وٺندو، جنهن جو نالو 'ڪلنڳي' (ڪلڪي اوتار) هوندو.

**سِک مت جو نظريو**: جيستائين روح کي آزادي نه ٿي ملي، تيستائين روح ٻين جسمن ۾ جنم وٺندو رهندو ۽ روح جي آزادي تڏهن ئي ممڪن ٿي سگهي ٿي، جڏهن ان جا عمل نيڪ ۽ صالح هوندا.

**عيسائين جو پنرجنم بابت نظريو**: عيسائين جي نظريي مطابق حضرت عيسيٰ ؑ خدا جو ٻيو روپ آهي، جنهن جو ظهور قيامت کان پهرين ٿيندو.

**سيليڊڪ جو آواگون نظريو**: هنن جو نظريو آهي ته انسانن جا روح غير مادي آهن ۽ اهي هڪ جسم جي موت کان پوءِ وري مقرر ٿيل وقت کانپوءِ ٻئي جسم ۾ داخل ٿيندا آهن.

**پُنَرجنم**[2] **(ڪتاب)**: هيءُ ڪتاب کانچند پرتاب راءِ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 65 صفحا ڏنل آهن. ليڪ قيصريه پريس حيدرآباد مان ورهاڱي کان اڳ ڇپايو.

**پنر ملن (ڪتاب)**: هيءُ سنڌي زبان جي ناماري ڪهاڻيڪار ۽ شاعر مدد علي سنڌيءَ جي شاعريءَ جو مجموعو آهي، جنهن ۾ نثري نظم آهن.




هن ڪتاب جو مهاڳ نامور شاعر امداد حسينيءَ لکيو آهي، جنهن ۾ هن لکيو آهي ته: ”مدد جون هي رچنائون گهڻي ڀاڱي تاثراتي ۽ ذاتي انيوَ تي آڌارڪ آهن.“ هيءُ ڪتاب طارق عالم ابڙي، آڪاڻي پبلشرز حيدرآباد مان 1982ع ۾ ڇپايو آهي. ڪچي جلد ۾، 84 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 80 رپيا آهي.

**پُنري بداماڻيءَ جو ڪوٽ:** سما دؤر جو هيءُ ڪوٽ 9-10 صدي عيسويءَ جو آهي. هيءُ ماڳ جهڏي ضلعي ميرپورخاص ۾ آهي. پنرو بداماڻي (ڏسو: بداماڻي، پنرو- جلد پهريون) لطيف جي مرد سورهيه ڪردارن مان هڪ آهي، جيڪو سمن جي دؤر جو سخي ڏاتار هو. هيءُ ماڳ ان جي نالي سان منسوب آهي. ڏڙو 4 کان 6 ايڪڙن جي ايراضيءَ تي ڦهليل آهي. ڪوٽ جي ڊيگهه ۽ ويڪر 15 کان 20 ميٽر آهي. هن جون سرون پڪيون ۽ چونڪن واريون استعمال ٿيل آهن.



**پَنڙا:** ڪنن ۾ پائڻ جا ڳهه، جيڪي عام طرح چانديءَ جا ٿين ٿا. پنڙا ڪنن جي ڪنوٽين (ڪنن جي وٽن) ۾ پائبا آهن. پنڙا چانديءَ جا هجن يا سون جا، انهن جو گهاڙيٽو سدائين ساڳيو ٿيندو آهي. ”پنڙن“ جي هڪ خاص بناوٽ ٿيندي آهي، ڪي ڏانوٽين سان ته ڪي بنا ڏانوٽين جي.

**پنڙيون:** هڪ قسم جو ڳهه. پنڙين پائڻ جو رواج آڳاٽو آهي. اهو ڳهه وزن ۾ هلڪو ٿئي ۽ ڏسڻ ۾ ننڍو اچي ٿو. پنڙيون، پنڙن کان ننڍيون ٿين ٿيون. اُهي لسيون به ٿين ته گهنگهرين واريون به ٿين. هن جو گهاڙيٽو پوپٽ وانگر ٿئي ۽ ڪنوٽين ۾ پائبيون آهن. پنڙيون گهڻو ڪري ننڍيءَ عمر واريون نينگريون پهرينديون آهن. ننڍڙين ٻارڙين کي ڪنن ۾ پنڙيون ڏاڍيون ٺهنديون آهن، جنهنڪري جيڏيون سرتيون هڪ ٻئي کي تحفي ۾ به پنڙيون ڏينديون آهن. پنڙيون پتن سان مشابهه هونديون آهن. پنڙين کي پلڙيون به ڪوٺيندا آهن. هي ڳهه، خاص ڪري ڪولهين ۾ گهڻو هلندو آهي، انهن جون پنڙيون نج چانديءَ مان ٺهنديون آهن.



**پنڪج اُداس:** ڀارت جو ناميارو غزل گائڪ پنڪج اُداس 17 مئي 1951ع تي جيتپور لڳ راج ڪوٽ، رياست گجرات ۾ ڄائو سندس والد جو نالو ڪيسو ڀائي اداس ۽ ماءُ جو نالو جيتوبن اداس آهي. هن جو واسطو چارڻ برادريءَ سان آهي. پنڪج اداس ٽن ڀائرن ۾ سڀني کان ننڍو آهي. سندس ننڍي ڀاءُ منهر اداس بالي ووڊ مووِيز ۾ هندي پلي بئڪ سنگر طور وڏي ڪاميابي ماڻي. سندس ٻيو ڀاءُ نرمل اداس به مشهور غزل گائڪ آهي. جنهن سڀني ڀائرن ۾ سڀ کان اڳ گائڪيءَ جي دنيا ۾ پير پاتو. پنڪج اداس ابتدائي تعليم سر BPTI ڀاونگر ۾ حاصل ڪئي. ان بعد جڏهن هن جو خاندان لڏي بمبئيءَ آيو ته هن سينٽ زيويئر ڪاليج (St. Xavier's College) ۾ داخلا ورتي. پنڪج اداس جو وڏو ڀاءُ منهر اسٽيج جو اداڪار به هو جنهن سان گڏ هيءُ موسيقيءَ جي پروگرامن ۾ حصو وٺندو هو. هن ننڍيءَ عمر ۾ چين- ڀارت سرحدي جنگ (1962ع) دوران اسٽيج تي ’اي ميري وطن ڪي لوگو‘ گيت ڳاتو جنهن دوران هڪ عام ٻڌندڙ کيس 51 رپيا انعام ڏنو. ڇئن سالن کان پوءِ هن ”شارابي نٽيه اڪيڊمي“ (Sharabi Natya Academy) راجڪوٽ ۾ داخلا ورتي ۽ طبلي وڄائڻ جا گُر سکيا. ان کان پوءِ هن ”سينٽ زيويئر“ ڪاليج مان B.Sc جي ڊگري وٺي هڪ بار ۾ ڪم ڪرڻ لڳو ۽ گڏوگڏ ڳائيندو به رهيو. هن پهريون ڀيرو 1972ع ۾ فلم ”ڪامنا“ ۾ ڳايو جيڪا ناڪام وئي. ان بعد هن غزل ڳائڻ شروع ڪيا ۽ اردو سکي غزل گائڪ طور پنهنجي ڪيريئر جي شروعات ڪئي. مختصر ڪاميابيءَ کان پوءِ ڪينيڊا ۽ آمريڪا ۾ رهيو ۽ اتي غزل ڳائڻ جي محفلن ۾ حصو وٺڻ بعد واپس هندستان آيو. هن هندستاني ميوزڪ انڊسٽري ۾ جڳجيت سنگهه ۽ طلعت عزيز سان گڏ شرڪت ڪري مقبول موسيقيءَ ۾ وڏو نالو ڪمايو. هن جي غزلن جو پهريون البم ”آهٽ“ 1980ع ۾ رليز ٿيو. جتان هن جي شهرت کي چار چنڊ لڳا ۽ 1990ع تائين هن جي غزلن جا 40 البم رليز ٿي چڪا. 1986ع ۾ کيس ٻيو ڀيرو فلم ”نام“ ۾ ڳائڻ جو موقعو مليو. جنهن ۾ هن ”چِٺي آئِي هي“ جهڙو گيت ڳائي وڏي شهرت ماڻي. ان کانپوءِ هن ڪيترين فلمن جهڙوڪ: ’ساجن‘، ’يي دل لڳي‘، ’ڦرتيري ڪهاني ياد آئي‘ ۾ پلي بئڪ سنگر طور ڳايو. ان کانپوءِ هن سوني ٽيليويزن چينل جي مشهور پروگرام ”آداب عرض“ ۾ حصو وٺي پاڻ مڃايو. سندس بهتر ڪارڪردگيءَ تي کيس ڪيترا اوارڊ ملي چڪا آهن. جهڙوڪ (1) ڪي. ايل سهگل اوارڊ (1985ع)، (2) انڊين جونيئر چيمبرس پاران اوارڊ (1990ع)، (3) جيانٽ (Giants) انٽرنيشنل اوارڊ (1993ع)، (4) ريڊيو لوٽس اوارڊ (1994ع)، (5) اندرا گانڌي پريه درشني اوارڊ (1996ع)، (6) انڊ آرٽس اوارڊز گالا (1998ع)، (7) ڀارتيه وديد پون U.S.A اوارڊ (1999ع)، (8) ووڪيشنل ريڪگنيشن اوارڊ (2001ع)، (9) دادا ڀائي نورو جي اوارڊ (2003ع)، (10) ڪلاڪار اوارڊ (2006ع)، (11) پدماشري اوارڊ (2006ع) ۽ ٻيا پڻ ڪيترائي اوارڊ اچي وڃن ٿا.

ڀارت جو وڏي ۾ وڏو ”پدماشري اوارڊ“ کيس غزل گائڪي جي سلوَر جوبليءَ جي موقعي تي ڏنو ويو هو.

**پنڪڙيون (ڪتاب):** هي ساهتي پرڳڻيءَ ۾ 1932ع ڌاري جنم وٺندڙ ليکڪا ۽ شاعره ليلا مامتاڻيءَ جو شعري مجموعو آهي، جنهن تي به اکر ڊاڪٽر مُرليڌر جيٽلي لکيا آهن ۽ ڪتاب جو مهاڳ هيري ٺڪر لکيو آهي. هن شعري مجموعي ۾ ليلا سامتاڻيءَ جا گيت ۽ ٻي شاعري شامل آهي. هن ڊيمي سائيز جي 100 صفحن واري ڪتاب جي قيمت 60 رپيا آهي. هي ڪتاب فوڪس امپريشن، آريا بستي، ڪوٽلا مبارڪپور دهليءَ مان جولاءِ 2000ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.



**پنگتي انقلاب** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب واڌو مل گنگارام جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري 50 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 8 آنا آهي. ڪوڙيمل، سنڌي ساهتيه منڊل، امر پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان 1939ع ۾ ڇپايو.

**پنگرا/ پنڪريو**: هن وڻ کي انگريزيءَ ۾ Indian Coral Tree، لاطينيءَ ۾ Erythrina Indica، اردوءَ ۾ پنگارا، سنسڪرت ۾ بهو پشپا، هنديءَ ۾ پنگرا، بنگاليءَ ۾ پاليتمدر، ڪڇيءَ ۾ اردوسو، گجراتيءَ ۾ بنگارو ۽ پنجابيءَ ۾ گلشتر چيو ويندو آهي. هن جي آکهه Papilionaceae آهي.



پنگرا/پنڪريو

هي وڏو پن ڇاڻيندڙ وڻ آهي، جيڪو باغن ۾ لڳايو ويندو آهي. هي وڻ ۾ وڏ ارڙهن ميٽر ڊگهو ٿيندو آهي. هن ۾ خاڪي رنگ جا هلڪا اڀار ٿيندا آهن. پن پندرهن کان ٽيهه سينٽي ميٽر ڊگها ٿين ٿا. پنن جون ڏانڊيون ڏهن کان پندرهن سينٽي ميٽر هونديون آهن. هي وڻ پوري برصغير ۾ ٿئي ٿو. سنڌ ۾ به ڄام شوري حيدرآباد کان وٺي ڪراچيءَ تائين باغن ۾ لڳايو ويجي ٿو. هن وڻ جو اردو يا عربي ڪتابن ۾ ذڪر نه آهي. پر عام طرح "مرجان وڻ" جي نالي سان سڏجي ٿو.

**پنگڙي**: ضلعي خيرپور جي تعلقي ناري ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن:

مبارڪ سهتو، غوث بخش جاگيراڻي، محبت ميربحر، قادر بخش آرائين ۽ رسول بخش سهتو.

**پنگريو**: پنگريو، ضلعي بدين، تعلقي ٽنڊي باگي جو ٻيو نمبر وڏو شهر آهي، هن جي آسپاس آباد ۽ سرسبز زمينون آهن. هتي ڪٽڪ، ڪپهه، گيهه ۽ چانورن جو واپار هلي ٿو. پراڻ درياهه تي قديم شهر "باغ جي پتڻ" ۽ "ٻنگار" جي شهر جا ڪنڊر هن شهر جي ويجهو آهن. هن شهر پرسان مشهور درويش سمن شاهه (سمن سرڪار) جو شاهي ميلو لڳندو آهي. سنڌي زبان جي مشهور شاعر خليفي نبي بخش 'قاسم' جي درگاهه به هن شهر جي ويجهو آهي. پنگريي جي مشهور اديبن ۾ مرحوم نور محمد 'نور' سمو وجئه واڌو مل مهراج، ليمون مل سنڌي ۽ سليم سنڌي آهن. نور سمون تازو وفات ڪري ويو پنگرئي شهر ۾ پريس ڪلب به آهي.

**پنگل**: پنگل، سنسڪرت جو هڪ وڏو عالم هو جنهن "ويدانڪ شاستر" جي نالي سان سنسڪرت گرامر ۽ سنسڪرت ادب تي هڪ ڪتاب تصنيف ڪيو. سندس زمانو 200 ق. م جو آهي.

هندي شاعريءَ جي وزن کي "پنگل" چيو ويندو آهي.

**پنگلاٽا**: لڪرن جي هڪ ذات. هي اصل ۾ ڪانگڙا جا رهواسي آهن. هي لڪر ڪُنيت ۽ ذات ۾ به "پنگلاٽا" آهن.

**پنگورجا**: تعلقي گمبٽ جي هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڏانڊي، هنگورجه، مير خان چانگ، واٽيه، گاڏ ۽ جانوري.

**پنگهارو جاگير**: تعلقي هالا جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سيراچون ڪاڪا، پليڏنو ڪاڪا، ٿل ڪاڪا، خير محمد ڪاڪا، پريو ڪاڪا، دلاور ڪاڪا، جعفر حاجاڻو نبي بخش خاصخيلي، اوپڙ ڪتي ۽ الهبچايو ڪاڪا.

**پنگهارورتي**: تعلقي هالا جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

فيض محمد سهتو، موليڏنو حاجاڻو، جتن جو ڳوٺ ۽ ابراهيم حاجاڻو، خان محمد ڪاڪا، مجنون هنگورو، محمد رحيم سومرو، حاجي غلام محمد راهوجو ۽ سيد اشرف شاهه.

**پنڻ هديري جا تڪيا**: هي تڪيا غيبي ديري، تعلقي قنبر، ضلعي شهدادڪوٽ -قنبر ۾ موجود چانڊين جي جاگير ۾ آهن. هنن تڪين جي پرسان شهيد پنڻ فقير رنگ جو قبرستان آهي، ۽ غيبي ديري جي قريب آهي، سر نواب غيبي خان هنن تڪين مان ڪڏهن ڪڏهن شڪار ڪندو هو.

**پَنو**: پنو هڪ مشهور جواهر آهي، جنهن کي "زمرد" چوندا آهن. هن جو شمار اعليٰ قسم جي جواهرن ۾ ٿيندو آهي. هن کي فارسيءَ ۾ "سبزه" به چوندا آهن. دراصل هي سبز يا زمردي رنگ جو شفاف بيرل آهي. انهيءَ ڪري هن جو مايو بيريليم ۽ المونيم جو جامع هوندو آهي. نفيس قسم جي هن زمرد جو رنگ سائي رنگ جي مَکِ جهڙو هوندو آهي، جنهن ۾ زمردي رنگ کان سواءِ سونهري رنگ به



بکندو آهي. زمرد قلمن جي صورت ۾ عيب، داغ يا ڦوٽ واري صورت ۾ ملي ٿو. جڏهن ته بي عيب ۽ خوشنما رنگ جو زمرد ورلي ملندو آهي ۽ نهايت قيمتي هوندو آهي. نازڪ قسم جا زمرد، ڪولمبيا جي کاڻين مان ملندا آهن ۽ ٻيا مصري زمرد آهن. جيڪي ايترا سٺا نه هوندا آهن. جواهرن وانگر زمرد جو استعمال اندازاً چار هزار سال ق.م کان رائج آهي. هن جون آڳاٽيون کاڻيون مصر ۾ يونوچ سمنڊ جي ويجهن علائقن ۾ هيون. پر اڄڪلهه هتان سٺا زمرد نٿا ملن. برازيل، ڏکڻ آمريڪا، روس ۽ آسٽريليا ۾ به زمرد لڀندا آهن. ليڪن اهي سٺا ۽ قيمتي زمرد نه آهن. هندستان ۾ فقط راجستان صوبي جي اُديپور، جئپور ۽ پيلواڙ ضلعن ۾ زمرد ملندا آهن. جيڪي نهايت گهٽ درجي جا آهن. چون ٿا ته زمرد جو سڀ کان وڏو قلم 'ڊيوڪ آف ڊيون شائر' وٽ آهي، اهو قلم نه انچ ٿلهو به انچ ڊگهو ۽ نهايت سهڻو آهي.

**پَنو²**: هن نالي سان سنڌ ۾ هيٺيون ديهون مشهور آهن:

پنوباڪير، پنو خالصو، پنو عاقل، پنو عثمان، پنو غلام علي، پنو نوراني، پنوئنون ۽ پنوھَرڪي.

**پَنو³**: ڳهَہ ڪي ڳنڍڻ لاءِ سون يا چانديءَ جي ڪم ايندڙ ٽڪريءَ کي بہ پنو چيو ويندو آهي.

تيزاوزار، ڪهاڙيءَ وغيره جي ڌار يا منهن کي بہ ’پنو‘ ڪوٺبو آهي.

- تعلقي مٽياريءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

روشن علي شاهہ وسي، حسين پنيرو، ڇڳو ميمڻ، اوپايو ميمڻ، ڪوٽ شهاب الدين شاهہ، ڪوٽ حاجي خدا ڏنو شاهہ، حاجي وسايو ميمڻ، گل مشوري، شهميرجي وسي، نئين وسي، ڪوٽ فيروز دين شاهہ، فضل علي شاهہ جي ماڙي، حاجي حاجن سمو، قادر بخش ڪوسو، ڪوٽ محمد نعيم شاهہ ۽ لڙڪا.

**پَنّ واري**: تعلقي خيرپور ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

مصري ڏاريجو، منگل خان موريجو، مانجهي خانٌ ڪٽوهڙ، منور شاهہ ۽ محبوب خاصخيلي.

**پنواڙ**: هن ٻوٽي کي انگريزيءَ ۾ Foeid Cassia، لاطينيءَ ۾ Cassia Tora ۽ گجراتيءَ ۾ ڪوارِيہ سڏيو ويندو آهي. هي ٻوٽو Cassolpiniaceae خاندان سان تعلق رکندڙ آهي. پنواڙ جو ٻوٽو ميٽر کن ڊگهو هوندو آهي. هن جا پن ساوا، مخروطي ٿيندا آهن، جن جي شڪل پاڃيءَ جي پنن سان ملندڙ جلندڙ ٿيندي آهي. هن جي پنن جي خاصيت اها آهي تہ اُهي ٽڙيل هوندا آهن. سج لهڻ کان پوءِ مرجهائجي ويندا آهن. هنن پنن ۾ لعاب هوندو آهي، جنهن جو ذائقو ڦِڪو هوندو آهي. هن ٻوٽي جو گل ڊگهو هيڊي رنگ جو ٿيندو آهي ۽ هن جا ٻج ڊگهي ڦريءَ ۾ هوندا آهن. پنواڙ ٻوٽو ڪسونديءَ سان ملندڙ جلندڙ هوندو آهي. پران ڪان ننڍو ٿئي ٿو هي ٻوٽو هندستان ۽ پاڪستان ۾ جام ٿئي ٿو هن جو ميوو ۽ پن طبيبن کي حڪمت ۾ ڪم ايندا آهن.



پنواڙ

**پنواڙي**: تعلقي خيرپور ميرس ۾ هڪ ديهہ ۽ ڳوٺ جو نالو آهي.

**پنواٽي**: پنواٽي عاملن جو وڏو ڏاڏو پنهون مل ۽ گلراجاڻين جو وڏو ڏاڏو گلراج مل پاڻ ۾ سڳا ڀائر هئا. هنن آڪهين جا وڏا اصل سبي ڀاڳ (بلوچستان) ويجهو ناري گاج ۾ رهندا هئا ۽ سونارڪو ڪم ڪندا هئا. ديويءَ جا پوڄاري هئا ۽ اهو رواج اڃا تائين سونارن ۾ عام آهي. هي ڇيٽيءَ سان اُما ديويءَ جي مورتي پِٽ تي ناهي، ان ۾ داڻا چٽيندا هئا ۽ پوءِ ڪنهن تاريخ تي اهو درياهہ ۾ پرواهہ ڪري وهائي ڇڏيندا هئا. هيءَ پوڄا صرف هن عاملڪي آڪهہ ۾ مروج هئي. هن آڪهہ جا وڏا ناري گاج ۾ ڪيترا ورهيہ امن امان سان رهيا، پر پوءِ اتي جي ڪن مسلمانن سان تڪرار ٿيڻ ڪري لڏي سنڌ ۾ اچي پهرين بکر ۾ رهيا، بعد ۾ خدا آباد ۾ اچي وسيا. حيدرآباد شهر وسڻ بعد آڏواڻين جو وڏو ديوان آڏومل ڪين حيدرآباد ۾ وٺي آيو ۽ حيدرآباد جي آڏواڻي گهٽيءَ ۾ هڪ طرف پنواڻين جو ويڙهو ۽ ٻئي پاسي گلراجاڻين جو پاڙو هو جتي هنن جو شاديءَ غميءَ هڪ ٻئي وٽ اچڻ جو رستو هو. هتي بہ ٻنهي آڪهين جو ساڳيو ڌنڌو سونارڪو رهيو. منجهانئن ڪي صراف (Bankers) هئا. هنن مان ڪي ميرن جي نوڪريءَ ۾ آيا تہ عامل سڏجڻ ۾ آيا. اهي خداآباد مان آيا هئا، ان ڪري اڳتي هلي "خدا آبادي عامل" سڏيا ويا. ڪجهہ سالن کان پوءِ پنواڻين جا ڪي سؤٽ خيرپور ميرس ۾ وڃي رهيا، جن مان ديوان خوبچند روپنيو ڪاتي ۾ عملدار هو.

**پنو باعيد**: تعلقي بدين ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن:

’پنو باعيد، جاگير ۽ رعيتي.

**پنو خالصو**: ضلعي ۽ تعلقي گهوٽڪيءَ ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن:

منڻ مهر، خشڪ، هاسيجا ۽ شوڪت علي جت.

**پنوري**: تعلقي خيرپور جي هڪ ديهہ جو نالو جنهن ۾ هي ڳوٺ شامل آهن:

مصري ڏاريجو، منگل خان موريجو، مانجهي خان ڪٽوهڙ، منور شاهہ ۽ محبوب خاصخيلي.

**پنوشي** (Pinochet): پنوشي اُسيءَ واري ڏهاڪي ۾ لاطيني آمريڪا جي ملڪن ۾ خوف ۽ دهشت جي علامت بڻيل هڪ آمر/ ڊڪٽيٽر ٿي گذريو آهي. جنهن جو پورو نالو آگسٽو پنوشي (Augusto Pinochet) هو. جنهن جو آمريتي راڄ ڪنهن نہ ڪنهن شڪل ۾ 30 ورهين تائين لئٽن آمريڪا جي ملڪ چليءَ (Chile) تي قائم رهيو.



پنوشيءَ 25 نومبر 1915ع ۾ چليءَ جي والپرائسو (Valparaiso) واري علائقي ۾ جنم ورتو. سندس پيءُ آگسٽو پنوشي ويرا (Augusto Pinochet Vera) برطانيہ جي علائقي لمبيلا (Lambella) جو رهاڪو هو. هن شروعاتي تعليم مشنري اسڪول مان حاصل ڪئي. تعليم مڪمل ڪري هُو فوج ۾ ويو. پنهنجي ڊگهي فوجي ڪيريئر ڪانپوءِ 1973ع ۾ صدارتي محل تي حملو ڪري، ان وقت جي چليءَ جي صدر الئنڊي کي قتل ڪري فوجي راڄ قائم ڪيائين ۽ ماڻهن مٿان ظلم جي انتها ڪري ڇڏيائين. عوام جي جدوجهد جي نتيجي ۾ 1990ع ۾ ڪيس صدارت ڇڏڻي پئي، تڏهن بہ هو 1998ع تائين آرمي چيف رهيو ۽ رٽائرڊ ٿيڻ ڪانپوءِ 1980ع جي آئين هيٺ تاحيات سينيٽر رهيو هن جي اقتدار جي آخري دور ۾ انساني حقن جي تنظيمن، ڪاٻي ڌر جي سياسي ڌرين ۽ چليءَ جي وڪيلن، قانوني ماهرن ۽ عدالتن پاران مٿس 300 ڏوهن جي الزامن جي فهرست‘ (Charge Sheet) مڙهي وئي، جن ۾ انساني حقن جون ڀڃڪڙيون ڪرڻ، ٽيڪس ۽ قومي دولت لٽڻ ۽ مخالفن کي قتل ڪرائڻ جا ڏوهہ شامل هئا. سال 2004ع ۾ چليءَ جي هڪ جج ”جُوئان گوز مان تاپيا‘ (Juan Guzman Tapia) فيصلو ڏنو تہ هو طبعي طرح ڪورٽن ۾ پيش ٿيڻ جهڙو آهي. پنوشيءَ پنهنجي يادگيرين

(Memoirs) ۾ لکيو آهي تہ ”هن صدر الئنبدي خلاف سازش ڪئي، جنهن ۾ هن آرميءَ سان گڏ پوليس کي بہ گڏ ڪيو. 10 ڊسمبر 2006ع ۾ هو ’سينتياگو‘ جي آرمي اسپتال ۾ گذاري ويو.

**پنو عاقل**: پنو عاقل سنڌ جو مشهور شهر ۽ ضلعي سکر جو آخري تعلقو آهي. چيو وڃي ٿو تہ هي شهر سمن جي آخري دؤر ۾ سمن جي هڪ سورهيہ سردار عاقل خان ڏاريجي ٻڌايو هو. ان ڪري پنو عاقل معنيٰ عاقل جي زمين يا عاقل جي جاگير. عاقل خان ملهار خان ڏاريجي جو پٽ هو. هڪ عرصي تائين ارغونن ۽ ترخانن سان مقابلو ڪيو هئائين. ان ڪري اهو ممڪن آهي تہ پنو عاقل سورهين صدي عيسويءَ ۾ ٻڌايو ويو هو. ڏاريجن جا هن علائقي ۾ ڪيئي ٻيا ڳوٺ بہ ٻڌايل هئا، جن ۾ جهانگڙو، ڏبر، هنگورو بائيجي، نوراجا، بقا آباد، دادلوءِ، ڊرب، سلطانپور، پني، محمد پور ۽ عادلپور وغيره شامل آهن. هڪ ٻي روايت موجب ملهار خان کي وقت جي حاڪمن هي علائقو جاگير طور ڏنو. سندس وفات بعد عاقل خان کي موجوده پنو عاقل حصي ۾ مليو. هڪ ٻيو حصو جيڪو سندس پاءُ غلام علي وسايو هو، جيڪو هن وقت جو پنو غلام علي سڏجي ٿو ۽ پنو بائيجي جيڪو سندن پيڻ جي نالي هو. چاڪاڻ بائيجي معنيٰ آهي ”پائرن جي“ يعني پائرن جي پيڻ مطلب پنو بائيجي جي نالي سان مشهور ٿيو ۽ دادلوءَ جا ڳوٺ قائم ٿيا. 19 صدي جي آخر تائين پنو عاقل هڪ ننڍڙي ڳوٺ جي صورت ۾ هو. جڏهن تہ پني عاقل جي لنجاري، چيچڙي (ڏسو: چيچڙو)، پنهواري (ڏسو: پنهواري)، آريڙي (ڏسو: آريڙو) ۽ ٻين ڳوٺن جو ذڪر تاريخن ۾ ملي ٿو، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ ان وقت تائين هن ڳوٺ جي خاص حيثيت نہ هئي. ان ڪري بہ جو شهرن ۽ ڳوٺن جي اهميت ان وقت درياهہ جي ڪناري تي هجڻ ڪري هوندي هئي، پر ويهين صديءَ ۾ خاص طور انگريزن جي دؤر ۾ هي ڳوٺ شهر جي صورت اختيار ڪري چڪو هو.

پني عاقل کي 1886ع ۾ محال يا ماڳ جو درجو مليو ۽ 1902ع ۾ ڪيس تعلقي جو درجو حاصل ٿيو. 1908ع ۾ هتي مختيارڪار آفيس جڙي راس ٿي هئي، جيڪا اڃا بہ آهي. پني عاقل جون حدون جيڪب آباد، شڪارپور ۽ گهوٽڪيءَ سان ملن ٿيون. جڏهن تہ ان جي اوڀر ۾ اڇڙي ٿر جون پٽون ۽ ڀارت جا جيسلمير ۽ بيڪانير ضلعا آهن.

پنو عاقل تعلقو ٻن سپروائيزري سرڪلن پني عاقل ۽ سلطانپور ۾ ورهايل آهي، جنهن مان هر سرڪل ۾ اٺ اٺ تپا آهن. انهن تپن ۾ پنوعاقل، ننداپور، شاهپور، ٻُڌ، نوراجا، هنگورو، سندر ٻيلو، پنهواري، سلطانپور، مبارڪپور، همٿ، ٻلهڙي، جوٽاس، دادلوءِ، چيچڙو ۽ نرچ شامل آهن. پني عاقل تعلقي جي ايراضي 407 چورس ميل آهي جنهن ۾ 96 ديهون، ۽ 516 رجسٽرڊ ڳوٺ آهن. جڏهن تہ 1998ع جي آدمشماري هتان جي مطابق ڪل آبادي 254187 هئي، جنهن ۾ هاڻي اضافو بہ ٿيو آهي. هن تعلقي ۾ 12 يونين ڪائونسلون آهن. پنو عاقل تعلقو ضلعي سکر جي زرخيز زراعت جي لحاظ کان اهم تعلقو آهي. هتان جي زمين لٺاشي، ملي ۽ پاٽي مٺو آهي. جڏهن تہ اوڀر ۾ وارياسي آهي، هتي سنڌو نديءَ جا ٻن ڪان وڏيڪ گهاڙ وهن ٿا. مشهور شاهہ ٻيلو جيڪو ڪنهن وقت مڪي شاهہ کي جاگير طور مليو هو، پني عاقل جي ڪچي ۾ آهي. هي ٻيلو قدامت، وسعت ۽ شادابيءَ ڪري سنڌ جي اهم ۽ مشهور ٻيلن ۾ شمار ٿئي ٿو جتي سنڌ حڪومت سفاري پارڪ جوڙڻ جو منصوبو تيار ڪري رهي آهي. هتان جي ٻين ٻيلن ۾ شاهپور ٻيلو، عزيزپور ٻيلو، پنهواري ٻيلو، صالحاڻي ٻيلو ۽ سلطانپور ٻيلو وغيره مشهور رهيا آهن. انهن ٻيلن مان قيمتي ڪاٺ، ٻارڻ جون ڪاٺيون، ڪئونر، ميڻ، ماکي ۽ واڻ جام ملي ٿو.

پني عاقل جي اوڀر ۾ جيئن تہ وڏي سرحد ڀارت سان ملي ٿي، ان ڪري پاڪستان سرڪار دفاعي اهميت کي آڏو رکندي 1988ع ۾ پني عاقل جي اوڀر ڏکڻ ۾ وڏي فوجي ڇانوڻي قائم ڪئي ويئي، جيڪا وسيع ۽ عريض ايراضيءَ ۾ پکڙيل آهي. جتي 16 ڊويزن جو جنرل آفيسر ڪمانڊنٽ (G.O.C) رهي ٿو، جيڪو ميجر جنرل جي رينڪ جو آهي. هتي تمام وڏي فوجي اسپتال بہ آهي، جتي هر قسم جو علاج ٿئي ٿو. قابل ۽ ماهر ڊاڪٽر سرجن ۽ فزيشن علاج ڪن ٿا. ڇانوڻي ۾ آرمي پبلڪ اسڪول، آرمي پبلڪ ڪاليج بہ آهي، جتان آرمي جي ماڻهن سان گڏ سول جا ماڻهو بہ صحت ۽ تعليم جو لاڀ وٺي رهيا آهن. ڪينٽونمينٽ بورڊ بہ آهي، پنو عاقل ڇانوڻي



پني عاقل ڇانوڻيءَ جو داخلي گيٽ

هڪ الڳ شهر جو ڏيک ڏئي ٿي. هتان جي جامع مسجد. ٺٽي جي شاهجهان مسجد جي نموني ٺهرائي وئي آهي. جيڪا ڏسڻ وٽان آهي. خاص طور طويل گنبذ ۽ مغل دؤر طرز جا تعمير ٿيل قبا انتهائي خوبصورت ڏيک ڏيئي رهيا آهن. ان ڪانسواءِ باغيچا ۽ خريداريءَ جا مرڪز بہ هتي قائم آهن. پني عاقل فوجي ڇانوڻيءَ جي قيام تي سنڌ جي ماڻهن/ سياسي جماعتن وڏا اعتراض ڪيا هئا.

پنو عاقل شهر سڄي ملڪ سان نيشنل هاءِ وي ۽ ريلوي لائين ذريعي ڳنڍيل آهي ۽ ترقيءَ جون منزلون طئي ڪري رهيو آهي. هتي ريلوي لائين انگريزن پاران 1879ع ۾ مڪمل ٿي ۽ 1898ع ۾ هتي ريلوي اسٽيشن قائم ٿي. ان وقت سانگي ريلوي اسٽيشن هن اسٽيشن کان وڏي هئي، جيڪا پني عاقل تعلقي ۾ ئي آهي. هن وقت ڪراچي کان لاهور ويندڙ ريلوي ٽريڪ تي روهڙي جنڪشن کان 40 ميلن جي فاصلي تي پنو عاقل ريلوي اسٽيشن آهي.

پني عاقل کي ڪچي جي وسيع ايراضي آهي، نوراجا ۽ سڌوجا يونين ڪائونسلون گهڻي ڀاڱي ڪچي جي ايراضيءَ ۾ آهن. جنهن کي آبڪلاٽيءَ جي موسم ۾ سنڌو درياهہ سيراب ڪندو آهي، جنهنڪري هتي ربيع ۾ زبردست فصل ٿين ٿا. پني عاقل کي قدرت ڍنڍن ۽ ڍورن سان بہ نوازيو آهي. هتي خان شاهہ ڍنڍ، نبي شاهہ، عبدالله شاهہ، شاهپور ۽ همٿ ڍنڍون موجود آهن، جتي مڇي جام ملي ٿي، هتان جو جر اڪثر مٺو آهي ۽ مٺي جر جي ڪري پاڻي صحت بخش ۽ هاضميدار آهي. انهن ڍنڍن ڍورن، ٻيلن ۽

درياهه جي ڳهاڙن ۾ هر قسم جو شڪار ٿئي ٿو ۽ انيڪ قسمن جا پکي ۽ جانور به ملن ٿا. پني عاقل تعلقي ۾ آبپاشيءَ جو به موثر نظام رهيو آهي. گڊو بئراج کان اڳ ۾ سنڌونديءَ مان ڪيئي واهه وهندا هئا، ان کان سواءِ کوهن ۽ کوهاڏن تي به زمينون آباد ڪيون وينديون هيون. جڏهن ته گڊو بئراج ٺهڻ کان پوءِ پني عاقل تعلقي کي گهوٽڪي فيڊر ۽ قاضي واهه رستي بهترين آبپاشي نظام ميسر ڪيو ويو آهي. پني عاقل ۾ ايريگيشن جون به سب ڊويزنون پنو عاقل ۽ مهيسرو ڪم ڪري رهيون آهن. هن وقت تعلقي ۾ ڪيئي واهه، ڪئنال ۽ مائينرون آهن. جن سان تعلقي جو وڏو حصو آباد ۽ ماڻهو خوشحال آهن.

پني عاقل تعلقي ۾ هر قسم جو فصل، اناج، داليون، تيلي ٻج، ڪپهه، ميوو ۽ ڀاڄيون وغيره ٿين ٿيون. هتان جي سبزي منڊيءَ ۾ ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ کان واپاري اچن ٿا ۽ خريد فروخت ٿئي ٿي. سبزي ۾ خاص ڪري هتان ڪريلو، ڀينڊي، واڱڻ ۽ ميون ۾ انب، ڪارڪون ۽ بير ملڪ جي سڀني صوبن ڏانهن وڃن ٿا. پني عاقل مان اناج ۽ داليون به ٻاهر وڃن ٿيون. هن وقت اسٽرابري جي پوک به گهڻي هتي ٿئي ٿي، جيڪا سڄي ملڪ ۾ موڪلي وڃي ٿي. انهن جا وڏا واپاري هتي رهن ٿا. پني عاقل جي اناج منڊي به زير تعمير آهي. جنهن سان پني عاقل جي واپار کي اڃا به وڌيڪ هٿي ملندي.

پنو عاقل صنعتي طور به اڳتي رهيو آهي. هتي ڪنهن زماني ۾ ورهاڱي کان اڳ ٽي رائيس ملون ۽ هڪ فلور مل هئي، جنهن جا مالڪ چترو مل، گرداس مل، لوٽو مل، سيٺ راڌارام ۽ ڏنو مل هئا. ان کان سواءِ ڳوٺ عالم خان جتوئي، سانگي ۽ نوراجا ۾ ڪپڙي ٺاهڻ جا ڪارخانا به هئا. هن وقت به پني عاقل ۾ ڦٽين ٽاڻڻ جا ڪيترا ڪارخانا، رائيس ملون، فلور ملون، آئل ملون، چمڙي رڱڻ جا ڪارخانا آهن. جڏهن ته پاڪستان جو وڏي ۾ وڏو هڏن پيهڻ جو ڪارخانو به 'نجيب بون ملز' هتي قائم آهي، جيڪو شهر جي وچ ۾ اچڻ ۽ بدبو پکڙجڻ ڪري شهرين جي جدوجهد ۽ هاءِ ڪورٽ جي حڪم سان هتان ٻاهر منتقل ڪيو ويو آهي. ان کان سواءِ هتي ڪيئي آرا مشينون، فرنيچر جا ڪارخانا، برف جا ڪارخانا ۽ ڪپڙي ٺاهڻ جا آڏاڻا به قائم آهن.

تعليم يا خواندگيءَ جي لحاظ کان هي تعلقو ڪافي اڳتي آهي، هتي پبلڪ سيڪٽر ۾ هڪ ڊگري ڪاليج، ٽي هائير سيڪنڊري اسڪول، هڪ ڊزن کان مٿي هاءِ اسڪول ۽ ڪيئي ايليمينٽري ۽ پرائمري اسڪول آهن، جتي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جي بهتر تعليم جو بندوبست آهي. جڏهن ته مهراڻ ماڊل اسڪول/ ڪاليج ۽ روشن تارا هائير سيڪنڊري اسڪول سميت ڪيترائي نجي اسڪول به موجود آهن. تعليمي حوالي سان هي اتر سنڌ جو مشهور شهر آهي. هتي هڪ مونو ٽيڪنڪ ادارو ۽ هڪ پرائيويٽ انسٽيٽيوٽ (ر.د) ڳونگن ۽ ٻوڙن لاءِ ڪم ڪري رهيو آهي.

ديني تعليم جي لحاظ کان به پنو عاقل ڏکڻ ايشيا ۾ مشهور رهيو آهي. هتان جو الفاضل سنڌي حضرت ولي الله دهلويءَ جو استاد هو جنهن جو پڙ پوٽو علامه عبدالقادر پنهواريءَ وارو استاد العلماءَ سڏجي ٿو جنهن وٽ پنهواريءَ جي مدرسي ۾ مولانا تاج محمد امروٽي **(ڏسو: تاج محمد امروٽي)**، شيخ عبدالعزيز ٽريچاڻوي **(ڏسو: ٽريچاڻوي، عبدالعزيز)**، مولوي احمد شيخ، مولوي غلام حيدر شاهه، نور محمد ملڪ عادلپور، حڪيم قائم الدين مهر، مولوي فيض الڪريم مهر ۽ ٻيا پڙهيا هئا. پني عاقل ۾ ڪيئي مدرسا، امام بارگاهون ۽ جامع مسجدون آهن. جن مان لوڙهي وارو مدرسو گهڻو مشهور آهي، جتي ڪنهن زماني ۾ لطيف سائينءَ جي ترسڻ جون ڳالهيون عام آهن.

هتي ڪيتريون درگاهون، خانقاهون، آستانا، درٻارون ۽ مڙهيون به آهن. پني عاقل تعلقي جي وڏي ۾ وڏي درگاهه هاليجي شريف آهي جنهن جي نسبت جو سلسلو سڄي پاڪستان ۾ پکڙيل آهي. درگاهه ٻائيجي شريف **(ڏسو: ٻائيجي شريف)** ۽ درگاهه ٽريچاڻوي شريف هتان جون وڏيون درگاهون آهن. درگاهه ٽريچاڻوي ريشمي رومال تحريڪ جو مرڪز رهي آهي، حضرت تاج محمد امروٽي صاحب جا چئن مان ٽي خليفا حضرت حماد الله هاليجوي، خليفو محمد صالح ۽ شيخ عبدالعزيز ٽريچاڻوي مٿين درگاهن جا باني هئا. پني عاقل ۾ جيڪي ٻيون خانقاهون موجود آهن، تن ۾ درگاهه بگو شير، درگاهه پير رڪن الدين قريشي، خانقاهه ميان ميو، خانقاهه محمد شاهه مست، خانقاهه جهانيان، خانقاهه پريل شاهه، خانقاهه ميان حنيفو، خانقاهه ميان بيگ خضراڻي، خانقاهه فقير جو ڳوٺ، درگاهه ميان جمال الدين، ميان الله بخش ۽ ابوبڪر سهڙو وغيره کان سواءِ هتي آستانا به آهن جن ۾ سانگيءَ ۾ موجود آچر فقير جو آستان، پٽائيءَ جو آستانو سانگي (پنو عاقل)، داتا، ولايت شاهه جو اوتارو (پنو عاقل) پٽائي جو تڪيو (ڳوٺ رب رکيو ميراڻي)، پٽائي جو اوتارو (ڳوٺ ڪريم ڏنو شيخ) ۽ قلندر شهباز جو اوتارو (نوراجا) مشهور آهن.

پني عاقل ۾ هندو توڙي مسلمان شروع کان هميشه ميٺ ۽ محبت سان گڏ رهندا آيا آهن. هتي هندن جا به ڪيئي جڳ مشهور ساڌو ۽ سنت ٿي گذريا آهن، جن جا مندر مڙهيون ۽ سماڌيون مشهور رهيون آهن جن مان ڪن تي ميلا به لڳندا آهن. انهن ۾ سنت ديال داس، عرف راجا حاتم پيلارن واري جي سماڌي به هڪ آهي، جتي ورهاڱي کان اڳ کان وٺي عاليشان ميلو لڳندو رهيو آهي، چونگهن واري سنت ولي رام جي سماڌي به مشهور هو، جيڪو روهڙي واري وسڻ شاهه جو مُريد هو. هن جي سماڌيءَ تي چونگهن ۾ خوبصورت ٻارنهن دري عمارت هئي، جتي هر سال عاليشان ميلو لڳندو هو. ٻائيجيءَ ۾ اداس پنٿ وارن جي مڙهي هئي، جنهن کي بلڪل مٽايو ويو آهي. پني عاقل ۾ ماتا ديوي آستان، ڇيچڙي سنت ايسرداس سنجوڳيءَ جي مڙهي به آهي، جتي عاليشان قبر اڏيل آهي جيڪو اڄ سالم حالت ۾ موجود آهي. ان کان سواءِ آسوديرام **(ڏسو: آسودارام سنت، جلد ٻيو- ضميمو)** درٻار به سالم حالت ۾ موجود آهي. جنهن کي تازو ئي جديد انداز ۾ تعمير ڪيو ويو آهي. اتي آسودا رام جي سماڌي آهي، جتي شيشي جو ڪم ٿيل آهي. هن درٻار جي گاديسر سنت چانڊورام **(ڏسو: چانڊورام)** آهي. جنهن جي اڄ ڪلهه هنڌ، سنڌ ۾ هاڪ آهي ۽ هن جو ڀارت جي شهر لکنؤ ۾ وسيع ۽ عريض آشرم آهي ان کان سواءِ دل درٻار، هزاري رام جي چوٽين واري مڙهي، گلو رام درٻار ۽ سندن مڙهي شامل آهن.

پني عاقل تعلقي جا ڪيئي قبرستان مشهور آهن. جن ۾ پير باعد جو قبرستان. **(ڏسو: باعد پير)** 85 ايڪڙن تي مشتمل آهي ۽ سنڌ ۾ مڪليءَ کان پوءِ قدامت ۽ ايراضيءَ جي لحاظ کان وڏو قبرستان آهي. اتي شيخ الله پير احمد غبارو بگو شير ۽ ميان باعد جا پراڻا موجود روضا آهن. هتي ڪافي

تاريخي هنڌ ۽ جايون ۽ آثار قديمه جا نشان به موجود آهن. جيڪي هاڪڙي درياهه کي سنڌو درياهه سان ملائيندا هئا. ان پٽيءَ تي ڀيا قديم شهر ٻلهڻي، اڏ لکي، گروڙ، گراهه، ڪرنجه، مامڙو، ملڙائو گهٽي، گهوٽڙو آهن. گهوٽڙو پنو عاقل تعلقي جو آخري ڦٽل شهر آهي، جتان ڀارت جي علائقي جيسلمير جي حد شروع ٿئي ٿي. چچ نامي ۾ جنهن چترور جي قلعي جو ذڪر آهي، اهو آريڙي واري هنڌ تي هو جنهن جو اروڙ سان خاص تعلق هو راجا ڏاهر جو پٽ گوپي، اروڙ جي فتح کان پوءِ آريڙي سرنگهه رستي آيو هو ۽ هتي پناهه ورتي هئائين. هي قديم شهر سومرن جي دؤر ۾ ڦٽي ويو ۽ اڄ آري مقام نالي قبرستان ۽ آريڙي نالي ڳوٺ جي صورت ۾ موجود آهي. آريڙي جي ڀرسان هڪ ٻيو ڦِٽل ڳوٺ ٿمي به موجود آهي، جنهن لاءِ مقامي ماڻهن وٽ مختلف ڏند ڪٿائون آهن.

عاقلن جي هن شهر وڏا وڏا عالم، اديب، شاعر فنڪار ۽ استاد پيدا ڪيا آهن.

سنڌ جي ڪلاسيڪي شاعرن ۾ پني عاقل جو شاعر غمدل فقير **(ڏسندا: غمدل فقير)**، نورل ڪٽي، عبدالقادر 'عبد' سولنگي، لال محمد لال، جنگل فقير مهر، بهاءُ الدين مهر، ڪندن مل، دائود ڪان علاوه سنڌ جي پهرين ڪلاسيڪل صاحب تصوف عورت شاعره مائي فاطمه لال موچياڻي **(ڏسندا: فاطمه لال موچياڻي)** به هتان جي هئي.

پني عاقل جا اهي عالم ۽ اديب ۽ ڪجهه نوجوان اديب جن کي صاحب ڪتاب هئڻ جو اعزاز حاصل آهي، تن ۾: عبدالقادر پنهواري وارو، مولانا حماد الله هالجوي، شيخ ابوبڪر شبلي، مولانا عبدالواحد سنڌي، تاج بلوچ **(ڏسو: بلوچ، تاج- جلد پهريون)**، فتاح ملڪ، سرور سيف، نٿو مل ملنگ، غوثل ميراڻي، حاجن حبدار، الاهي بخش سانگي، محمد حسن مشتاق، محمد حسن شيخ، حميرا نور، سيد شاهه محمد شاهه، تعليمدان محمد عالم عباسي، انورالدين شيخ **(ڏسو: انور الدين شيخ، جلد ٻيو ضميمو)**، شمس الدين شيخ، ضياءُ الدين شيخ، عبدالرحيم عزمي، بيخود بلوچ، حافظ ارشد انڙ، رفيق انڙ فضل الله انڙ، سليم انڙ، علامه سليمان طاهر راڻو پٺاڻ، سرور سميجو اسد چاچڙ، پريل دايو ۽ شوڪت چاچڙ شامل آهن. ماضي بعيد توڙي قريب ۾ جن پني عاقل واسين صحافت ۾ نالو ڪييو اخبارون ۽ رسالا جاري ڪيا، تن ۾ محرم شيخ، عبدالله بلوچ، محمد علي بلوچ، مولا بخش پٺو ۽ امر حيدري شامل آهن. هتي سنڌي ادبي سنگت جي شاخ 1975ع کان قائم آهي.

مائي بيگم فقيرياڻي **(ڏسو: بيگم فقيرياڻي، جلد پهريون)** جنهن راڳ ۽ موسيقيءَ جي دنيا ۾ پنهنجو پاڻ مڃايو اها به رضا ڳوٺ تعلقي پني عاقل ۾ ڄائي هئي. جڏهن ته هتان جي ٻين فنڪارن ۾ مشتاق شيخ، الهندو فقير گل بخاري، ابراهيم سميجو عبدالرحمان عظيماڻي، رب نواز مهيسر امتياز چاچڙ ماسٽر برڪت ۽ استاد ارباب وغيره شامل آهن. جڏهن ته شرنائيءَ ۾ رب نواز طبلي تي شهباز ڏنو ٻينجي ۾ عاشق شيخ، هارمونيم ۾ محمد سچل وڏو نالو ڪمايو آهي.

اهڙيءَ طرح هن شهر ۾ راندين جا سٺا رانديگر پيدا ٿيا آهن، جن ۾ آفتاب سومرو، نذير چنو ياسر بلو عبدالوحيد شيخ، محمد ياسين، شڪيل آچراڻي، عبدالرحمان شيخ، عبدالناصر شيخ ۽ عبدالسلام شيخ اچي وڃن ٿا ۽ اداڪاري ۽ صداڪاريءَ ۾ به هتان جي نوجوانن پنهنجا جوهر ڏيکاريا آهن. سماجي ڪمن ۾ پني عاقل ۾ مائي پاريتي ماڙيچاڻي **(ڏسو: پاريتي ماڙيچاڻي)**، مهراج سيتل داس **(ڏسو: سيتل داس سامي)**، استاد انورالدين شيخ جا نالا شامل آهن. جن پني عاقل جي عوام جي بلا امتياز خدمت ڪئي، انهن جا نالا احترام سان ڪنيا وڃن ٿا.

**پنو عاقل**[2]: هن نالي سان تعلقي پني عاقل ۾ هڪ ديهه به آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

عالم خان جتوئي، سليمان زنگيجو هانهو ملڪ، باغ خالدي، ٻيلو چاچڙ، ربن خالدي، محمد پٺو عبدالله ڪلهوڙو ۽ اسلام انڙ.

**پَنو عثمان**: ضلعي نوشهري فيروز جي تعلقي پڊيا ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سخي داد واهي، سنجر ڏهراج، ماڇين جو ڳوٺ، لونگ ڏهراج، چنو ڏهراج، رحيم بالادي، فضل محمد، محمد سليمان ڏهراج ۽ اسحاق جوڻيجو

**پنو غلام علي**: ضلعي سکر جي تعلقي پني عاقل ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

غلام علي مهيسر مير خان سوهو وحيد ڪلهوڙو ڦل عارباڻي، موليڏنو ڪلهوڙو ۽ دڪڻ.

**پنو نونداڻي**: تعلقي ميرپورخاص جي ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڀاڳڻ ولي، پنجون واڻ، چوٿون واڻ، غلام حيدر شاهه، ماهي خان خاصخيلي، احمد خان پرڳڙي، ولي محمد بگراڻي، پرڳڙي ڳوٺ، منشو آرائين، غلام نبي غوري، ڳوٺ عابد علي شاهه ۽ سعيد باگراڻي.

**پنو نئون**: تعلقي ٽنڊي باگي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**پنوهار/ پنهوار/ پنهور/ پنوهر**: سما قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو، جنهن جون هڪ کان وڌيڪ صورتخطيون رائج آهن. سنڌيءَ ۾ ٻاڪري مال کي 'پهڻ' چئبو آهي. ان ڪانسواءِ پراڪرت لفظ پهو ۽ سنسڪرت لفظ پشو سان به مطابقت اٿس، جنهن جي معنيٰ آهي. ٻاڪرو ڌڻ-آر يعني ڌنار، ٻڪرار. هڪ قبيلي جو نالو، جيڪو سنڌ، بلوچستان، بهاولپور، جوڌپور ۽ جيسلمير علائقن ۾ آباد آهي. پنهوار هندو به آهن ته مسلمان به. پنوهار جي اصطلاحي معنيٰ آهي 'ٻڪرين ۽ رڍن چارڻ وارا مارو ماڻهو'. پنوهار، هوندُ اصل پنهور هئا، سندن وڏو مير پنهور سردار هو، جنهن سن 1108هه/ 1696ع ۾ ميان نصير محمد ڪلهوڙي ۽ 1113 هه/ 1701ع ۾ ميان دين محمد سان لڙائي ڪئي هئي، بعد ۾ ميان يار محمد ڪلهوڙي هنن جي حد ۾ خدا آباد جو شهر اڏايو ۽ ڪين پنهنجو زيردست بنايو.

پنهور يا پنهوار سنڌ جي سماٽ ذات مان آهن. ايس. صادق عليءَ پنهورن کي سما قبيلي مان ڄاڻايو آهي، جن جا خاص پاڙا آهن، (1) اڄڙا، (2) اباڻي، (3) بدري، (4) باگراڻي، (5) بنداڻي، (6) ٻانڙا، (7) ٻوجڙي، (8) ٻوڙاڪا، (9) ٻلائي، (10) ٻلاڻي، (11) چدي، (12) چناڻي، (13) گابر ڪلاڻي، (14) گرگلاڻي، (15) هيرا، (16) ڪاڪا، (17) ڪٽوبراڻي، (18) ڪانڙا، (19) ڪُڄ، (20) لڏاڻي، (21) لنگاڻي، (22) ماهيا، (23) ماليا، (24) نوڙي، (25) سيداڻي، (26) ٿوري، (27) عمراڻي، (28) مماڻي، (29) دوداڻي، (30) ڪارڙا، (31) شيخ پنهور، (32) پرٽ، (33) ڪمالاڻي، (34) يوسفاڻي، (35) هيسباڻي، (36) ڏوتڙ، (37) پنيڻ پوٽا، (38) ڪاراڻي، (39) عيساڻي، (40) ملوچا ۽ (41) طالباڻي.

ڪراچيءَ ۾ راجپوت مسلمانن جي هڪ پاڙي جو نالو 'پنوار' آهي، جن جو چوڻ آهي ته هو 'پنھور' آهن. سندن عزيز راجپوتانا ۾ رهن ٿا، جيڪي پاڻ کي پنھور ۽ پنوار سڏائين ٿا.

**پنوھرڪي**: تعلقي هالا ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**پنھل خان چانڊيو**: ايم. آر. ڊي تحريڪ جو سرگرم اڳواڻ پنھل خان چانڊيو، تعلقي سڪرنڊ جي ڳوٺ محمد چانڊيي ۾ رئيس مير خان چانڊيي جي گهر ۾ 1921ع ڌاري پيدا ٿيو. پنھون خان سچو، سادو ۽ بهادر سياسي ۽ سماجي شخصيت ٿي گذريو آهي. سندس تعليم سنڌي فائينل هئي. سياسي حوالي سان پنھنجي دوست ۽ اڳوڻي نگران وزيراعظم غلام مصطفيٰ جتوئيءَ جي صحبت ۾ پيپلزپارٽيءَ ۾ شامل ٿيو ۽ شروع کان آخر تائين پيپلزپارٽيءَ سان همدرديون رکيائين، توڙي جو سندس دوست غلام مصطفيٰ جتوئي پ پ پ کان ڌار ٿي نيشنل پارٽيءَ نالي الڳ پارٽي ناهي ورتي هئي، پنھل خان چانڊيي جو اولاد اڄ سوڌو پ پ پ سان واڳيل آهي. پنھل خان چانڊيو، پنھنجي ترجي مختلف ذاتين جهڙوڪ: چانڊين، خاصخيلين، سولنگين ۽ مگسهارن وغيره جو چڱو مڙس هو. سندس خاصيت اها هئي ته هو عام ماڻهوءَ جي ڳالهه جو وڏو احترام ڪندو هو ۽ سندن هر ڏکئي وقت ۾ ساٿ ڏيندو هو. هن ايم. آر. ڊي تحريڪ دوران آمرن سان مهاڏو اٽڪايو ۽ پنھنجي پٽ غلام عباس چانڊيي سان گڏ جيل جون سختيون به ڪاٽيون، کين سخت تشدد هيٺ ڏهه ڏهه ڪوڙا ۽ ڏهه ڏهه مهينا قيد جي سزا ڏني وئي. ايم. آر. ڊي جي هلچل دوران ڳوٺ پنھل چانڊيئي جي سامهون نيشنل هاءِ وي (موجوده پنھل ٽرڪنگ اسٽيشن) تي 29 ڊسمبر 1983ع تي فوج پاران بهادر ڳوٺاڻن جي احتجاجي جلوس تي سڌيون گوليون هلايون ويون، جنهن ۾ 16 ڄڻا شهيد ۽ ڪيترا زخمي ٿيا. انهن ڳوٺاڻن جي هٿياربند مدد ڪرڻ جي الزام ۾ ساڳئي ڏينهن تي پنھل خان چانڊيئي کي گرفتار ڪري، پهرين ڊسٽرڪٽ جيل نوابشاهه ۽ پوءِ سينٽرل جيل خيرپور ۾ عتاب هيٺ رکيو ويو هو. قيد جون تڪليفون ۽ تشدد سهندي 16 اپريل 1984ع تي ساهه ڌڻي حوالي ڪيو. سندس ان قربانيءَ جو محترمه شهيد بينظير ڀٽو کي به وڏو قدر هو. جنهن سندس هڪ فرزند (شهيد) غلام عباس چانڊيي کي صوبائي صلاحڪار مقرر ڪيو هو ۽ سندس ٻئي پٽ غلام قادر چانڊيي کي هڪ ڀيرو مرڪز ۽ ٻي ڀيرا سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر ڪرائڻ جي همت افزائي ڪئي. پنھل خان چانڊيي کي 'ايم.آر.ڊي تحريڪ جو هيرو' چيو وڃي ٿو. سندس آخري آرامگاهه تعلقي سڪرنڊ ۾ سندس ئي نالي قائم ڳوٺ پنھل خان چانڊيي ۾ آهي.



**پنھل ڏهر**: ناميارو اديب ۽ محقق محمد پنھل ڏهر، پهرين جون 1959ع تي ڳوٺ غلام علي ڏهر، تعلقي ڏهرڪي، ضلعي گهوٽڪيءَ ۾ ڄائو. هن پرائمري تعليم ڳوٺ حاجي ڪانهيي پرائمري اسڪول مان حاصل ڪئي ۽ مئٽرڪ 1975ع ۾ گورنمينٽ پراونشلائيزڊ هاءِ اسڪول ڏهرڪيءَ مان پاس ڪيائين. ايم. اي سنڌي ادب ۾، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور مان ۽ 1990ع ۾ مسلم هسٽريءَ ۾ ڪيائين.



محمد پنھل ڏهر 1982ع ۾ پرائمري اُستاد مقرر ٿيو. 1993ع ۾ پبلڪ سروس ڪميشن جو امتحان پاس ڪرڻ بعد، پاڪستان ڪاليج خيرپور ۾ ليڪچرار ٿيو. ڪجهه وقت گورنمينٽ گرلس ڊگري ڪاليج ڏهرڪيءَ جو انچارج پرنسپال به رهيو ۽ هن وقت اسسٽنٽ پروفيسر طور گورنمينٽ ڊگري ڪاليج ميرپور ماٿيلي ۾ ڪم ڪري رهيو آهي.

محمد پنھل ڏهر جو ادبي لاڙو تحقيق ڏانهن رهيو آهي. هن ڪلاسيڪي شاعري، شخصيتن ۽ ٻين علمي ادبي موضوعن تي 100 جي لڳ ڀڳ تحقيقي مقالا لکيا آهن، جيڪي ٽماهي مهراڻ، نئين زندگي، ماهوار پيغام، سرمست ۽ ٻين مخزنن ۽ اخبارن ۾ ڇپيا آهن. سندس ڇپيل ڪتابن ۾ هيٺيان ڪتاب اچي وڃن ٿا:

(1) معارف حافظ الملت (حافظ محمد صديق پرچونڊيءَ واري جي شخصيت ۽ علمي خدمتون: (1995ع)، (2) 'سرمست' ۾ شايع ٿيل مواد جي مڪمل فهرست (2000ع)، (3) ڪلام صوفي عثمان فقير لغاري (2003ع).

**پنھل راڄپر**: ضلعي خيرپور جي تعلقي فيض گنج ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ فقط هڪڙوئي ڳوٺ 'سليمان بائوجي' نالي سان آباد آهي.

**پنھل ساريو**: سياسي ۽ سماجي اڳواڻ پنھل ساريو ولد موليٰ بخش ساريو، 16 جون 1959ع تي بادهه، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ڄائو. شروعاتي ۽ سيڪنڊري تعليم بادهه مان حاصل ڪري، 1978ع ڌاري ڪراچي يونيورسٽيءَ مان سياسيات ۾ ايم. اي ڪيائين. شاگرديءَ واري زماني کان ئي سياسي طور سرگرم رهيو آهي. هن پنھنجي سرگرمين جي شروعات لطيف سنگت کان ڪئي. جنرل ضياءَ الحق دؤر ۾ لاڙڪاڻي جي صحافين سان گڏجي 'لاڙڪاڻه ليبر فيڊريشن' جي پليٽ فارم تان پورهيتن ۽ هارين جي حقن لاءِ جدوجهد ۾ شامل رهيو. 1978ع ڌاري پروگريسو اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو متحرڪ ميمبر رهيو. پنھل ساريو ايم. آر. ڊي تحريڪ دوران ضلعي لاڙڪاڻي جو جوائنٽ سيڪريٽري ۽ پوءِ مالياتي سيڪريٽري رهيو. هن 'وطن دوست انقلابي پارٽيءَ' ۾ به ڀرپور ڪردار ادا ڪيو. 1984ع ۾ پروگريسو نيشنل الائنس جو ڪنوينر رهيو. ان الائنس ۾ پاڪستان نيشنل پارٽي، وطن دوست پارٽي، ڪميونسٽ پارٽي ۽ سنڌ هاري ڪاميٽي شامل رهيون. 1988ع ڌاري جڏهن سائين جي. ايم. سيد سنڌ قومي اتحاد نالي الائنس جوڙيو ته هن به ٻين سان گڏجي 'سنڌ قومي اتحاد' لاءِ ڪردار ادا ڪيو. پنھل ساريو جڏهن سنڌ انقلابي پارٽيءَ جو مرڪزي جنرل سيڪريٽري هو ته جيئي سنڌ ترقي پسند وِنگ جي ڊاڪٽر قادر مگسيءَ ۽ ڊاڪٽر دودي مهيريءَ سان گڏجي هنن سنڌ ترقي پسند پارٽيءَ جو بنياد وڌو. سنڌ ترقي پسند پارٽيءَ سان گهڻ عرصي تائين لاڳاپيل رهيو. 2002ع ڌاري هن پارٽيءَ مان استعيفا ڏئي 'سنڌ نيشنل ڪائونسل' (ايس. اين. سي) جي جوڙجڪ لاءِ حسين بخش ٿيٻي ۽ ڊاڪٽر دودي مهيريءَ سان گڏجي سڄي سنڌ جا دورا ڪيا ۽ 'سنڌ نيشنل ڪانگريس' نالي پارٽيءَ جو اعلان ڪيو ويو پر اڳتي هلي ڪن اختلافن سبب پارٽي غير فعال ٿي وئي. ان عرصي دوران هن ممتاز ڀٽي جي اڳواڻيءَ ۾ قائم ٿيل قومپرست اتحاد لاءِ مختلف قومپرست پارٽين کي متحد ڪرڻ ۾ ڀرپور ڪوششون ورتيون. ايس. اين. سي 'پونم' جو به حصو رهي آهي.



هن وقت پنھل ساريو 'سنڌ هاري پورهيت ڪائونسل' سنڌ جو صدر آهي. هيءَ تنظيم سول سوسائٽيءَ سان گڏجي نئين طرز جي سياسي سماجي سرگرمين ۾ مصروف آهي.

**پنهل فقير جوڻي جو لکايل رسالو:** شاهه جي رسالي جو هيءُ نسخو پٽائي صاحب جي درگاهه جي ڪنجي بردار پنهل فقير جوڻي شوق سان، ماستر عبدالله ٿهيم، ويٺل پٽ شاهه ويجهو ڳوٺ محمود ٿهيم ڪاتب کان لکايو هو. ڪاتب عبدالله ٿهيم هي نسخو تاريخ 13 صفر 1383 هجري (6 جولاءِ 1963ع) تي لکي پورو ڪيو. هن رسالي ۾ 39 سُر، 5885 بيت ۽ 381 وايون شامل آهن. پنهل فقير جي چوڻ موجب: "هن رسالي ۾ شامل بيتن ۽ واين جو دارومدار لاڙ ۾ هلندڙ عام روايتن تي آهي، جو ڪاتب عبدالله، اڪثر اُتي جي لکيل مسودن ۽ فقيرن جي پڙهڻين جي آڌار تي لکي تيار ڪيو هو ۽ پوءِ ان کي راڳ جي اڳواڻ مرحوم ابراهيم فقير خاصخيليءَ جي آڏو پڙهي، ان ۾ درستيون ڪيائين. ان کان پوءِ هي نسخو اُتاري صاف ڪري لکيائين."

هن نسخي جي مطالعي مان پتو پوي ٿو ته ان ۾ عام زباني روايتن وارا بيت به پٽائي صاحب ڏانهن منسوب ڪري شامل ڪيا ويا آهن. سيراج، ڪانري ۽ گَنوري جا مضمون اُهي ئي آهن، جيڪي ميين محمد ۽ ميين حسين واري نسخي ۾ ڏنل آهن. ۽ بيتن ۽ واين جو تعداد ٻين عام رسالن کان گهٽ وڌ ڏنل آهي.

**پنهنجي پچار (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب سنڌي عوامي تحريڪ جي ڪارڪن گل محمد چانگ جي آتم ڪٿا آهي، جنهن ۾ سندس جنم کان وٺي ٻاروتڻ تعليم پرائڻ، سندن خانداني لڏپلاڻ، غربت، سياسي شعور اچڻ ۽ جيل ۾ گهاريل وقت جو ذڪر ڪيل آهي. هي ڪتاب جيل ۾ لکيو ويو آهي. ضيا جي مارشل لا جي دؤر ۾ گرفتاري کان پوءِ قاضي واهه جي ڪپ تي ڏهه هزار ماڻهن جي سامهون سرعام هنيل ڦٽڪن جو ذڪر به ڪيو ويو آهي.




گل محمد چانگ هن ڪتاب ۾ 1970ع واري اليڪشن سان گڏ ان دؤر جي سياسي واقعن ۽ سياسي سرگرمين جو ذڪر ڪيو آهي. ضياءالحق جي مارشل لا جو ذڪر ڪندي گل محمد چانگ، ڪتاب ۾ هڪ هنڌ لکي ٿو ته "ان وقت ايوب جي خلاف شهرن ۾ گوڙ هئا، اسان وٽ سياسي هلچل شروع ٿي چڪي هئي، اسان وٽ ڪڙيو گهنور، مويا ۽ ترائيءَ ۾ سنڌي شاگردن جا جلسا ٿيا هئا، انهن ۾ يوسف ٽالپر مسعود نوراني، رسول بخش پليجو اختر بلوچ، فاضل راهو حفيظ قريشي ۽ ٻين سياسي ليڊرن تقريرون ڪيون هيون". مون کي هنن جي جذباتي تقريرن ۽ نعرن تمام گهڻو متاثر ڪيو هو". هن ضياءالحق جي مارشل لا جو به يادگيرين ۾ ذڪر ڪيو آهي. ڪتاب جو مهاڳ سنڌ جي ڏاهي محمد ابراهيم جويي لکيو آهي، 1989ع ۾ سنڌي ادبي پبليڪيشن ايجنسي طرفان شايع ڪرايل ڪرائون سائيز ۽ ڪچي جلد واري هن ڪتاب ۾ ٽوٽل 134 صفحا آهن ۽ قيمت 30 رپيا آهي.

**پنهنجي ديس جا ٻار پيارا (ڪتاب):** ٻاراڻي شاعريءَ جي هن مجموعي جو شاعر وفا منظور چوهاڻ آهي. جنهن ٻاراڻي مضمون تي شاعري سرجي حمد، نعت ۽ گيت، نظم جي صنف ۾ لکيو آهي. ڪتاب ۾ ڪل 34 اسم شامل ڪيل آهن. هيءُ ڪتاب مهراڻ ادبي سنگت شڪارپور پاران 2001ع ۾ هڪ هزار ڪاپين جي تعداد ۾ ڇپايو ويو. ڊيمي سائيز جي هن ڪتابچي ۾ 72 صفحا آهن. جڏهن ته 25 روپيا ملهه ڄاڻايل اٿس.




**پنهنجي ڪهاڻي پنهنجي زباني-1 (ڪتاب):** مشهور سياستدان ۽ سنڌ جي مشهور مفڪر جي ايم سيد جي آتم ڪهاڻيءَ جو پهريون ڀاڱو 2003ع ۾ جي. ايم. سيد اڪيڊمي، سن ڇپائي پڌرو ڪيو جنهن ۾ جي. ايم. سيد جي 1904ع کان 1924ع تائين جي ابتدائي 25 سالن جو ذڪر شامل آهي. ساڳئي عنوان سان روشني پبليڪيشن پاران ساڳيو ڪتاب 2011ع ۾ ٻن ڀاڱن ۾ ڇپيو آهي، جنهن جي پهرئين حصي ۾ جي. ايم. سيد جي ابتدائي 32 سالن (1904 کان 1935ع تائين) جو احوال ڏنو ويو آهي ۽ ٻئي حصي ۾ 1936ع کان 1947ع جو ذڪر شامل آهي.




جي. ايم. سيد جي هن آتم ڪٿا جي پهرئين حصي ۾ خاندان جو مختصر احوال ۽ پوءِ ترتيبوار 'زندگيءَ جا پهريان 16 سال'، 'طبيعت جا رجحان ۽ ان تي بيروني اثر'، 'زندگيءَ جي مکيه واقعن جون تاريخون ۽ مختصر احوال'، 'ڊائري مان ڪن دلچسپ واقعن جو احوال'، 'انهيءَ دور جي چند واقف معززن جو ذڪر' وغيره شامل آهي. ٻئي حصي ۾ ڪل ست باب آهن. جن جو وچور هن ريت آهي: انهيءَ دؤر جا بين الاقوامي سياسي احوال، هندستاني سياست جا احوال ۽ واقعا، سنڌ جا لوڪل سياسي مسئلا ۽ حقيقتون، شخصي، نفسياتي تجربا ۽ ذهني معلومات، سماجي ۽ ثقافتي اصلاح ۽ ڪوششون، ڊائريءَ جا ڪي چونڊيل ورق، ۽ انهيءَ دؤر جون ڪي اهم شخصيتون. آتم ڪٿا جي ٽئين حصي ۾ چار باب شامل آهن. ان دور جو بين الاقوامي سياسي احوال، هندستاني سياست جا واقعا ۽ احوال، ان دور جي سياست تي سرسري نظر، پنجن قومپرست سياستدانن جي زندگي، ڇهن مسلم سياستدانن جي زندگيءَ جا احوال، ۽ 1936ع کان 1947ع جا سال وار واقعا ۽ احوال ڏنل آهن. هن ڪتاب جي پيش لفظ ۾ جي. ايم. سيد لکي ٿو: "هن ڪتاب لکڻ مان منهنجو مقصد انهيءَ دؤر جي ڪثير واقعات کي قلمبند ڪرڻ آهي، جو آئيندي لاءِ هن دور جي تاريخ لکندڙن واسطي مفيد مواد ميسر ڪري سگهندو."




هي ٻئي جلد 1164 صفحن تي مشتمل پڪي جلد سان آهن. جن جي قيمت 1000 روپيا آهي.

**پنهوار:** تعلقي روهڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**پنهوار جي رياست:** سنڌ جي نسبنامن جي عام روايت مطابق هڪ نظريو اهو به عام ڪيو ويو آهي ته "پنهوار جا وڏا اصل ۾ هڪ عرب قبيلي مان هئا ۽ محمد بن قاسم سان گڏ سنڌ ۾ آيا. "فتح نامي" جي بيانن توڙي ٻين اڳين تاريخن مان اهو ثابت آهي ته محمد بن قاسم پنهنجي فوج مان، جدا جدا قبيلن جي ڪن چونڊ ماڻهن کي جدا جدا جاين تي رهايو ۽ بعد ۾ خليفي سليمان هڪ عام حڪم نامو ڪڍيو ته جيڪي به سپاهي سنڌ ۾ آهن، سي اتي ئي رهن، محنت ڪن ۽ زمينون آباد ڪري پنهنجو گذران ڪن. پنهوارن جا وڏا، پنهنجي اصل بدوي زندگيءَ کي ترجيح ڏيندي، شهر کان ٻاهر وڃي رهيا ۽ رڍن ٻڪرين جا ڌڻ ڌاري گذران ڪيائون. جنهن ڪري وقت گذرڻ سان هو "پنهوار" (پهون = ٻڪريون. پهون + وار = ٻڪرين وارا) يا "پنهور" سڏجڻ لڳا. سنڌ جو وڏو عالم ۽ محقق مخدوم محمد هاشم ٺٽوي

"پنھور" ھو. پر وقت ڪي اھڙيون لکيتون يا ڪيون روايتون ھيون، جو پاڻ کي پنھنجي نسبنامي جي اصليت جي لحاظ سان "اسدي قريشي" ڪري لکيو اٿس. جڏھن تہ نامور محقق ۽ تاريخدان پنھورن کي اصلوڪو مڪاني نسل سڏين ٿا. ھڪ خيال آھي تہ اندازً سمن جي پوئين دؤر ۾، جڏھن ڪان ڪاڪن- چنن واري قبائلي برادريءَ جو زوال شروع ٿيو تہ دادو ۽ ڇنيءَ جي ڏکڻ الھندي پاڳي تي پنھوارن جو ۽ دادو سيوھڻ جي ايرندي علائقي تي ڪؤريجن جو قبضو ٿيو. مرزا قليچ بيگ جي پنھنجي ڪتاب "سنڌ جا قديم شھر ۽ ان جا ماڻھو" ۾ لکيو آھي تہ: "1725ع ڌاري يا ان کان اڳ ڪانھري واري پاڳي ۾ پنھورن ۽ چنن جي حڪومت ھئي. ڪانھري، سامتاڻي، پرڳڻي جو صدر مقام ھو. "اھا ڳالھہ 1725ع کان گھٽ وا اڳ جي آھي".

حسين چارڻ جي تاريخي شعر ۾ مير پنھوار جي سرداري ۽ سندس رياست جو ذڪر آھي، جيڪا سيوھڻ واري علائقي سان دنگئي ھئي، اھو مغلن جو آخري دؤر ھو جو دادو طرف ميان نصير محمد جي طاقت وڏي رھي ھئي ۽ ڪلھوڙن طرفان مقامي قومن قبيلن جي رياستن تي دباءُ پوڻ شروع ٿيو. پر حسين چارڻ جي شعر جي شاھديءَ موجب مير پنھوار، ميان نصير محمد جي آڻ نہ مڃي. غالباً اھو ئي سبب ھو جو ميان نصير محمد پنھوارن جي طاقت کي ٽوڙڻ جو پڪو پھہ ڪيو. سن 1103ھ مطابق 1691ع ڌاري ميان دين محمد پنھوارن تي حملو ڪيو ۽ پير پنھوار شڪست کاڌي، پر وري لشڪر گڏ ڪري جنگ جي تياري ڪيائين. مرڪپور وٽ جنگ لڳي، جنھن ۾ پنھوارن ھارايو ۽ ميان جي حڪم سان، پنھوارن جي زمين تي قبضو ڪري ڪين پوريءَ طرح آڻ مڃائي وئي.

ڪوسن، پنھوارن جي حد ۾ لوڙھيون ھڻڻ شروع ڪيون. مير پنھوار کان پوءِ پنھوارن ۾ بہ شايد بہ سرداريون ٿي ويون ھيون: اصل مرڪز "سامتاڻي" ۾ ھو، جنھن جو سردار قيصر پنھوار ھو ۽ مٿي اتر طرف "اراڙي" ۾ حيدر پنھوار سردار ھو. باوجود انھيءَ جي مقابلي ۾ پنھوارن، ڪوسن جي سربراھہ گولي ڪوسي کي ماريو ۽ ھنن جا بہ گھڻا ماڻھو مئا ۽ پنھوار وڌيڪ ڪمزور ٿي ويا. جيئن تہ منجھن وڌيڪ مقابلي جي طاقت نہ رھي، انھيءَ ڪري ھنن لاچار ميان نصير محمد جو فيصلو قبول ڪيو جنھن موجب اولھہ طرف جبل کان وٺي اوپر طرف "ناري" تائين، پنھوارن جو سڄو علائقو سردار گولي ڪوسي جي قتل جي عيوض ڪوسن کي ڏنو ويو انھيءَ فيصلي کان پوءِ پنھوارن جو زور ٽٽي ويو ۽ ھو ميان جا مڪمل طور مطيع ٿي ويا. باوجود انھيءَ جي پنھوارن کي بلڪل ئي بي دخل ڪرڻ ۽ ٽڙي ڪڍڻ خاطر ميان يار محمد مٿن حملو ڪيو پنھوارن پيغام موڪليو تہ اسين ڪونہ وڙھنداسون ۽ سامھون ترار نہ ڪڍنداسون. تڏھن ميان يار محمد چيو تہ: "مٿن ڏنڊن ۽ لٺين سان حملو ڪريو" ائين ڏنڊن ۽ لٺين سان پنھوارن کي ماري ڪڍي، ڪانھري تي قبضو ڪيائون. انھيءَ تان ميان يار محمد عام طرح "يارو ڏنڊائي" مشھور ٿيو ۽ اھو ڏنڊو جيڪو ڪانھري تي ڪيل حملي ۾ سندس ھٿ ۾ ھو سو پوءِ قبي ۾ سنڀالي رکيو ويو. ميان يار محمد، ڪانھري لڳ پنھنجي گاديءَ جو نئون شھر "خدا آباد" ٻڌايو.

**پنھوارو:** لاڙڪاڻي ضلعي جي تعلقي قمبر ۾ ھڪ ديھہ، جنھن ۾ ھيٺيان ڳوٺ شامل آھن:

پنھوارو، احمد جت، سومر ھرڙو، وري آيو ھرڙو، گل ڪريم، سونو وگڻ، محمد علي پھوڙ، عطر چانديو ڪنڊ، عبدالرحيم ٿورياڻي ۽ پنھل جت.

**پنھواري:** ضلعي سکر جي تعلقي روھڙيءَ ۾ ھڪ ديھہ جو نالو.

- ضلعي خيرپور جي تعلقي ڪوٽڏيجيءَ ۾ ساڳيءَ نالي سان ھڪ ديھہ موجود آھي، جنھن ۾ ھيٺيان ڳوٺ شامل آھن:

اُجڻ، ڏوپ وارو، ٽيھا، فيض مھر، لونگ ٽيھو جيئو شنباڻي، الھداد پٽي ۽ الھداد شنباڻي.

- ضلعي نوشھري فيروز جي تعلقي ڀريا ۾ ھڪ ديھہ، جنھن ۾ ھيٺيان ڳوٺ شامل آھن.

چانھين سليمان، وھاب پاتو پنھواري ۽ نبي بخش آھن.

- ضلعي ۽ تعلقي حيدرآباد ۾ ھڪ ديھہ، جنھن ۾ ھيٺيان ڳوٺ شامل آھن:

قادربخش سولنگي، وليداد جھانجھڻ، حاجي فقير محمد، اسماعيل پنھور، ليمون پٽيل، پلو ماڇي، پيرل خاصخيلي، حاجي عارب شورو، لانيو پاڳل ڪولھي، جمال ماڇي، نوح پنھور، حاجي واٺو شورو، گلڻ ٻالاري ۽ ھوسڙي.

- ساڳئي نالي سان ڳوٺ ضلعي سکر تعلقي پنو عاقل جي ديھہ پنھواري جاگير ۾ آباد آھي، ضلعي سکر جو ھڪ ڳوٺ، جتي مولانا تاج محمود امروٽيءَ جي استاد مولانا عبدالقادر جو وڏو مدرسو ھو.

**پنھواري:** پني عاقل تعلقي جو ھڪ شھر. ھن شھر جو ذڪر سنڌ جي مستند تاريخن ۾ بہ آيو آھي. ھتي سنڌو درياھ تي قديم پتڻ ھو ۽ ھتان ئي مغلن ھيڙين جي پل ناھي، درياھ تان لشڪر ٽپايو ۽ بکر، چانڊڪا تي حملو ڪيو ھو پنھواريءَ کي ٽي دفعا درياھ پاتو علامہ عبدالقادر انڊڙ جو مشھور مدرسو بہ ھتي ئي ھو ۽ مشھور شاعر عبدالقادر "عبدي" بہ پنھواريءَ جو رھندڙ ھو مجاھد خان جي لشڪر جو ھتان گذرڻ جو واقعو تاريخن ۾ 1572ع لکيل آھي، جنھن مان ھن شھر جي قدامت ظاھر ٿئي ٿي. ورھاڱي کان اڳي ھي شھر وڏي اوج تي ھو اناج منڊي، صرافيہ بازار، ڊڪ بازار جا نشان اڄ بہ موجود آھن ۽ ڳوٺ جون تمام ويڪريون گھٽيون ھن شھر جي رونق جون ساکي آھن (وڌيڪ ڏسو: پنو عاقل).

**پنھواري جاگير:** ضلعي سکر جي تعلقي پني عاقل ۾ ھڪ ديھہ، جنھن ۾ ھيٺيان ڳوٺ شامل آھن:

پنھواري، سومرا، حافظ محراب مھر، عبدالله شاھ، ارباب جھنڊير، مھر (گل بھار)، خدا بخش مھر، ميرل جتوئي، انڊڙ جوڳي، علي انڊڙ، بخت علي انڊڙ ۽ حسين بخش ۽ پنھواري رعيتي.

- ضلعي سکر جي تعلقي پني عاقل ۾ ھڪ ديھہ، جنھن ۾ ھيٺيان ڳوٺ شامل آھن: شاھ مردان شاھ، ميرڻ انڊڙ، مينھون انڊڙ، عالم انڊڙ، اسحاق انڊڙ ۽ محمد بخش انڊڙ.

- تعلقي روھڙيءَ جي ھڪ ديھہ، جنھن ۾ ھيٺيان ڳوٺ شامل آھن:

پنھور، بنگل لباڻو، ڊرپ، سليمان ميربحر، سانڊو لباڻو، سومر ھرڙو، محمد علي لباڻو ھانھون لباڻو، ستر دڙو، نسيم لباڻو، آچر ميتلو، ھيو لباڻو غلام فريد، محمد پريل پنھور، اصغر خان فارم، فاروق پٽي، بشير ڪوڪر رضا محمد ڪوسو جان محمد، جمال الدين ميتلو الھہ يار ميتلو، جمعون شيخ، يارو لباڻو سڪندر علي فارم ۽ ماھي لباڻو.

- ھن نالي سان تعلقي خانپور ضلعي شڪارپور ۾ ھڪ ديھہ آھي، جنھن ۾ نندو پنھور، محمود پنھور ۽ محمد عظيم پنھور ڳوٺ شامل آھن.

**پنهواري، عبدالقادر، علامہ:** مشهور عالم علامہ عبدالقادر انڙ پنهواريءَ وارو 1218ھ/ 1803ع ۾ قاسم پور ۾ پيدا ٿيو. سندس خاندان علمي ۽ ادبي خاندان هو. سندس وڏو ڏاڏو محمد فاضل سنڌي (1154ھ/ 1741ع) شاهه ولي الله محدث دهلويءَ جو استاد هو. علامہ عبدالقادر، پنهواريءَ جي علم دوست شخص سيد شاهه عثمان جي گذارش تي قاسم پور کان پنهواريءَ اچي رهيو ۽ درس تدريس جو سلسلو شروع ڪيائين. هن همايون جي مدرسي مان مولوي محمد يعقوب همايونيءَ کان دستار فضيلت حاصل ڪئي. مولانا عبدالغفور همايوني مولوي عبدالرحمان سکر وارو، مولوي عبدالله سومراڻي، مولانا عبدالستار مهر، مولوي عبدالغفار مهر ۽ مولوي نور محمد شهدادڪوٽي سندس هم درس هئا. هن باطني فيض 'مجذوب سيوهاڻيءَ' کان حاصل ڪيو ۽ سهروردیہ سلسلي جي بزرگ نظام الدين جو مريد هو.

علامہ عبدالقادر پنهواريءَ سموري ڄمار رشد و هدايت ۽ درس تدريس ۾ گذاري. سندس نامور شاگردن ۾ مولانا تاج محمود امروٽي، خليفو عبدالعزيز ٽريچاٽوي، شيخ احمد بن حيات، مولوي غلام حيدر شاهه، حڪيم قائم الدين مهر، ميان فيض الڪريم (موري وارو)، مولوي غلام محمد پيرزادو، حڪيم عبدالڪريم وغيره شامل آهن. علامہ عبدالقادر جا بيدل فقير سان بہ ڏايا مناظرا ٿيندا هئا، جن جو ذڪر ديوان بيدل ۾ موجود آهي. عبدالقادر هڪ نامور عالم دين ۽ اعليٰ مدرس سان گڏ قادر الڪلام شاعر ۽ قابل مصنف بہ هو. سندس فارسي ڪتابن ۾ خلاصہ حدود امراض، فرهنگ ڪبير ۽ خلاصة الاوزان مشهور آهن. مولوي صاحب جي هٿ جو لکيل هڪ بياض موجود آهي، جنهن ۾ علمي ۽ طبي مواد آهي. علامہ صاحب 1328ھ/ 1910ع ۾ 110 سالن جي عمر ۾ فالج وگهي وفات ڪئي. کيس پنهواريءَ ۾ شاهه عثمان جي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو.

**پنهور پنڙا:** هيءُ ڳوٺ دادو شهر کان 7 ڪلوميٽر اولهه طرف تعلقي جوهيءَ ۾ آهي. هن ڳوٺ کي ٽي وڏيون ديهون ڏگهہ هيلين، سرنجڙي ۽ بني لڳن ٿيون. ديهہ ڏگهہ هيلين سنڌ جي اڳوڻي وزيراعليٰ مير بنده علي خان ٽالپر جي جاگيرهئي، جيڪا پُٽي دؤر ۾ مقامي هارين ۾ ورهائي وئي.

هن ڳوٺ ۾ ڏِتي جي مياڻي مشهور هئي، جيڪا هن وقت وڏي ڍنڍ آهي، جنهن جي مڇي اڄ بہ دادو شهر پُهچندي آهي. هن ڳوٺ ۾ پنهور، چارڻ، ميربحر، ماڇي ۽ جتوئي آباد آهن. هي ڳوٺ هوميوپيٿيءَ جي مشهور ڊاڪٽر نظير احمد چارڻ جي جنم ڀومي آهي.

**پنهور، حاجي خان:** استاد حاجي خان پنهور 11 جون 1917ع تي ڳوٺ محمد يعقوب پنهور، تعلقي موري، ضلعي نوشهري فيروز ۾ ڄائو. پرائمري اسڪول نوان جتوئيءَ مان چوٿين درجي ۾ اسڪالرشپ جو امتحان پاس ڪرڻ بعد منياڻيءَ هاءِ اسڪول (ممبئي يونيورسٽيءَ سان ملحق) مان مئٽرڪ جو امتحان ڏنائين. حاجي خان جڏهن انگريزي ٻيو درجو پڙهندو هو تہ سندس والد گذاري ويو. غريب هئڻ ڪري مئٽرڪ کان مٿي پڙهي نہ سگهيو. ان دور ۾ خانبهادر حاجي امام بخش خان جتوئي، ضلعي لوڪل بورڊ نوابشاهہ جو صدر هو. جنهن کيس 1936ع ۾ اي. ٻي ڪلاس ٽنيا ۾ استاد مقرر ڪرايو جنهن بعد ڪيترن ئي اسڪولن جي اي. ٻي ڪلاسن ۾ پڙهائيندو رهيو جڏهن دربيلي ۾ مڊل اسڪول قائم ٿيو تہ کيس اتي بدلي ڪري رکيو ويو مشهور سياستدان سيد ظفر علي شاهہ بہ وٽس پڙهيو آهي. 1948ع ۾ مڊل اسڪول موري جو هيڊماستر ٿيو. 1951ع ۾ ڳوٺ نوان جتوئيءَ ۾ اي. ٻي ڪلاس کليو تہ اتي انگريزي ماستر مقرر ٿيو. اهو اسڪول 1953ع ۾ مڊل اسڪول ٿيو تہ اتي هيڊماستر ٿيو. ان کان پوءِ موري ۽ منياڻي مڊل اسڪولن، دربيلي ۽ سڪرنڊ هاءِ اسڪولن ۾ هيڊماستر ٿيو. سڪرنڊ ۾ ملازمت دوران بي. اي پاس ڪيائين. ان بعد هالاڻي ۽ نوان جتوئي هاءِ اسڪولن ۾ اسسٽنٽ ٽيچر ٿيو. 1975ع ۾ 58 سالن جي عمر ۾ رٽائر ٿيو. هوميوپيٿي ۽ ايلوپيٿيءَ ۾ مهارت رکندو هو. بيڪري (ڪنفيڪشنري) جو هنر بہ ڄاڻندو هو. سندس ڪيترا شاگرد نمايان عهدن تي پهتا، جن ۾ ڪئپٽن ڊاڪٽر بشيرالدين، ڊاڪٽر محمد بچل ميمڻ، سيد غلام محي الدين شاهہ، قاضي فيض محمد ۽ محمد حسين 'فدا' خاصخيلي اهم آهن.

**پنهور، خان محمد:** ڊاڪٽر خان محمد ولد يعقوب پنهور 27 جون 1949ع ڏاري سيوهڻ تعلقي جي ڳوٺ آراضيءَ ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم آراضيءَ ۽ پوءِ سعيدآباد مان حاصل ڪيائين. مالي مشڪلاتن باوجود تعليم جو سلسلو جاري رکيائين. سنڌ يونيورسٽيءَ مان بي. اي ڪيائين. خان محمد پنهور صحافتي زندگيءَ جي شروعات "عبرت" اخبار کان ڪئي، جتي شيخ علي محمد ۽ شيخ عزيز جهڙن صحافين جو ماتحت



رهيو. سيد غلام مصطفيٰ شاهہ جي وائيس چانسلريءَ جي دؤر ۾ هڪ ڏينهن لاءِ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ پبلڪ رليشن آفيسر مقرر ٿيو ۽ ٻئي ڏينهن تي يونيورسٽي جي ملازمن جي سخت مخالفت سبب فارغ ڪيو ويو. ان بعد شاهہ صاحب طرفان معمولي اسڪالرشپ تي ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ صحافت شعبي ۾ داخلا وٺي صحافت ۾ ماسٽرس ڊگري ڪيائين. ڪجهہ وقت سنڌ سرڪار جي اطلاعات کاتي ۾ انفرميشن آفيسر رهيو. 1977ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي وائيس چانسلر شيخ اياز جي چوڻ تي اطلاعات کاتو ڇڏي، سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ليڪچرر ٿيو. هن سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ صحافت شعبي جو بنياد وڌو ۽ 1981ع ۾ ان جو باني چيئرمئن ۽ انچارج رهي ڊپارٽمينٽ کي اوج تي پهچايائين. هن سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ٿيندڙ ادبي گڏجاڻين ۾ شريڪ ٿي نالو ڪڍيو سائين جي. ايم سيد، شيخ عبدالمجيد سنڌي ۽ مخدوم مراد صديقيءَ جي صحبت ۾ رهيو. سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن جي بانين مان هو. ان جي ايگزيڪيوٽو ڪائونسل جو ميمبر رهيو. شيخ عبدالمجيد سنڌي اڪيڊميءَ پاران ڪجهہ ڪتابي سلسلا ڪڍيائين. غريب شاگردن جي امداد لاءِ "پوئر بوائز رليف فنڊ" قائم ڪيائين، جنهن ۾ ممتاز تعليمدان ايڇ. ايم خواجہ جو سهڪار هئس. ڪجهہ وقت هفتيوار "سرتاج" جاري ڪيائين. هن جرمن اسڪالر ڊاڪٽر ائنميري شمل جي نالي سان امريڪن سينٽر جي طرز "ڊاڪٽر ائنميري شمل انسٽيٽيوٽ آف لئنگئيجز" جو قيام بہ عمل ۾ آندو، جنهن ۾ انگريزي ۽ جرمن زبانون پڙهايون وينديون هيون. خان محمد پنهور سنڌ گريجوئيٽس ائسوسيئيشن ڪوآپريٽو هائوسنگ سوسائٽيءَ جي بورڊ آف ڊائريڪٽرس جو چيئرمئن ۽ جنرل سيڪريٽري بہ رهيو ۽ سگا جي پليٽ فارم تان ڪيترن هنڌن تي غريب ماڻهن لاءِ مختلف بيمارين جي ماهر ڊاڪٽرن جون مفت طبي ڪئمپون بہ هلايون. هن سنڌ يونيورسٽيءَ جي صحافت شعبي ۾ ڊپارٽمينٽل سيمينار ۽ ڪانفرنسون بہ ڪيون. هن 1983ع ۾ سگا تي بندش ڪانپوءِ

ڊاڪٽر حسين بخش ڪولاچي ۽ ٻين دوستن سان گڏجي 'سنڌ ڳوٺ سڌار سنگت' جي نالي سان سنڌ سطح جي سماجي ڀلائي واري تنظيم جو بنياد وڌو ۽ آخر تائين ان جو چيئرمئن رهيو. هن تنظيم جي سماجي ڀلائيءَ وارين سرگرمين جو دائرو سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ سوين ڳوٺن تائين پهچائي ڇڏيو.

ڊاڪٽر خان محمد پنهور سماجي ڀلائيءَ جي ڪمن سان گڏ ماهوار پارس رسالو به شروع ڪيو. پارس رسالي جي ٽيم ۾ هن سان گڏ سريش ماڪيجاڻي، بدر سومرو، مجيد پنهور، نياز پنهور ۽ ناصر پنهور شامل رهيا. ڊاڪٽر خان محمد پنهور انهن ڪمن سان گڏ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي سياسي، سماجي ۽ صحافتي خدمتن جي عنوان هيٺ ايم. فل لاءِ تحقيقي ڪم به ڪندو رهيو ۽ ان موضوع تي ايم. فل ڪيائين. ساڳئي وقت اردو اخبارن ۽ رسالن ۾ ڪالم به لکندو رهيو. خان محمد پنهور محمد خان جوڻيجي جي دؤر ۾ نئين روشني اسڪولن واري پروگرام ۾ حيدرآباد ريجن ۽ نوابشاهه ضلعي جو مئنيجر رهيو. ان پروگرام جي خاتمي ڪان پوءِ واپس سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ آيو. ان دوران نوي واري ڏهاڪي جي شروعات ۾ هو بيمار ٿي پيو. هن جي دماغ جا پهريان جناح اسپتال ڪراچي ۽ پوءِ لنڊن ۾ آپريشن ٿيا، پر هو پوريءَ طرح صحتياب نه ٿي سگهيو. ان هوندي به پنهنجي ڊپارٽمينٽ ۾ باقاعدگيءَ سان ويندو هو. هن 'الوحيد' اخبار تي ڊاڪٽر غلام علي الانا جي رهنمائيءَ ۾ پي. ايڇ. ڊي ڪري ڊاڪٽريٽ جي ڊگري حاصل ڪئي. پڇاڙيءَ ۾ ايسوسيئيٽ پروفيسر جي عهدي تي پهچي وقت کان اڳ ميڊيڪل اَن فِٽ جي بنياد تي رٽائرمينٽ ورتائين. لاڳيتو بيمار رهڻ ڪري 27 مئي 1999ع تي وفات ڪري ويو. سندس لکڻين ۾ (1) 'لطيفي لاٽ' (سگا پاران ڇپايل مقالن جو ڪتاب)، (2) 'الوحيد جو سنڌي صحافت ۽ سياست ۽ علم ادب ۾ حصو'، (3) 'هوندا سي حيات' (شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي شخصيت ۽ سياست بابت) ۽ (4) 'نعره مستانه' (شيخ عبدالمجيد سنڌي جا ڪالم) شامل آهن.

**پنهور، رشيده اختر**: سياسي، سماجي اڳواڻ رشيده اختر پنهور، 15 جون 1958ع تي شاهاڻي محلي، دادوءَ ۾ جنم ورتو. سندس والد سيف الدين پنهور دادوءَ جو بهترين وڪيل رهيو آهي. رشيده پنهور ابتدائي ۽ ثانوي تعليم دادوءَ مان حاصل ڪئي. گرئجوئيشن دادوءَ مان ڪرڻ کان پوءِ ايل. ايل. بي، لا ڪاليج حيدرآباد مان ۽ ايم. اي سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪيائين. 1988ع جي چونڊن ۾ عورتن جي مخصوص سيٽن تان سنڌ اسيمبليءَ جي ميمبر بڻي. هن ايم. آر. ڊي تحريڪ ۾ به ڪافي سرگرميءَ سان ڪردار ادا ڪيو ۽ سينٽرل جيل ڪراچيءَ ۾ ڇهه مهينا قيد رهي. رشيده پنهور، محترمه شهيد بينظير ڀٽو جي محافظ طور 1986ع کان 1888ع تائين ساڻس گڏ رهي. سنڌ پيپلز اسٽوڊنٽس فيڊريشن (ليڊيز ونگ) سنڌ جي صدر به رهي آهي. هوءَ شعله بيان مقرر آهي ۽ سندس شمار دادوءَ جي مشهور وڪيلن ۾ ٿئي ٿو. 2008ع جي عام چونڊن ۾ به هوءَ عورتن جي سيٽ تان ٻيهر ايم. پي. اي چونڊجي آئي آهي ۽ هن وقت صوبائي اسيمبليءَ طرفان ايس. اينڊ جي. ڊي (S & GACD) بابت اسٽينڊنگ ڪميٽيءَ جي ميمبر آهي. هوءَ مشهور سماجي تنظيم عورت فائونڊيشن جي پڻ ميمبر آهي.



**پنهور، عبدالله (ڳائڻو)**: فنڪار عبدالله پنهور، فيبروري 1937ع ۾ ٺٽي ۾ ڄائو. سندس پيءُ حاجي سليمان يڪتاري ۽ گهڙي تي ڳائيندو هو. ننڍپڻ ۾ ڪراچيءَ جي وسندي لياريءَ ۾ اچي رهيا. عبدالله پنهور ڪڏي مدرسي جامعه مظهرالعلوم مان مئٽرڪ پاس ڪري استاد پيشي سان وابسته رهيو. ڳائڻ جي شوق ڪري ماستريءَ جي نوڪري ڇڏي ڏنائين. پوءِ مختلف خانگي ادارن ۾ مزدوري ڪندو رهيو.



عبدالله پنهور سنڌيءَ کان سواءِ بلوچي، اردو، سرائيڪي ۽ گجراتي ٻولين ۾ به ڪلام ڳايا آهن. سندس ڳايل نغمن ۽ ڪلامن جو انگ هزارن ۾ آهي. ڪو وقت هو جڏهن ماڻهو شاديءَ جون تاريخون عبدالله پنهور کان پڇي پوءِ ٻڌندا هئا، ڇو ته هو ايترو ته مصروف رهندو هو، جو هن وٽ ٻن ٻن مهينن تائين محفلون بڪ هونديون هيون.

**پنهور، غلام محمد**: ساهتي علائقي جي استادن ۾ غلام محمد پنهور جو نالو وڏي عزت ۽ احترام سان ورتو وڃي ٿو. اڄ به سندس نالي تي غلام محمد پنهور گورنمينٽ نيشنلائيزڊ هاءِ اسڪول منياڻي موجود آهي.

استاد غلام محمد ولد محمد سومر پنهور، ايم. اي ۽ بي. ٽي پاس هو. بهترين سماجي ورڪر ۽ علم ادب سان چاهه رکندڙ شخصيت هو. هن تعليم کي عام ڪرڻ لاءِ ڪيترا اسڪول کولرايا. جهڙوڪ: مالو پنهور، جمعو پنهور، زبير پنهور، هاءِ اسڪول غلام محمد پنهور، ڊيرو. ان کان سواءِ هن ڪيترين مسجدون ٺهرايون ۽ ڪن جي مرمت پڻ ڪرائي. جن ۾ هالاڻي، نئٽ پراڻي ۽ ٻڍل پنهور جي ڳوٺن جون مسجدون اچي وڃن ٿيون. هو پڙهائيءَ دوران شاگردن ۾ تقريري مقابلا به ڪرائيندو هو. استاد غلام محمد پنهور گڇيري ۽ موري جي اسڪولن کان سواءِ ٽريننگ ڪاليج منياڻيءَ ۾ به پڙهايو. سندس پڙهائيءَ کان سواءِ ٻيون مشغوليون ڏسي هيڊماستر ٽريننگ اسڪول منياڻيءَ ڪيس منع ڪئي ته پڙهائيءَ کان سواءِ ٻيا ڪم نه ڪري، ان تي جذبات ۾ اچي نوڪريءَ تان استعفا ڏئي ڇڏيائين. ڪجهه عرصو حيدرآباد جي نور محمد هاءِ اسڪول ۾ خانگي طور استاد به رهيو پر اتي به هيڊماستر سندس سماجي ڪمن جي مخالفت ڪئي. غلام محمد پنهور عربي ۽ فارسيءَ تي عبور رکندو هو وڪالت جو امتحان به پاس ڪيائين. ڪجهه عرصو ڪورٽن ۾ عريضي نويس طور ڪم ڪيائين. حيدرآباد ۾ ٽيوشن به پڙهايائيندو هو. علم ۽ ادب سان شوق هئڻ ڪري، ڳوٺ غلام محمد پنهور ۾ لائبرري قائم ڪرايائين. سندس ڪوششن سان ڳوٺ ۾ گرلس اسڪول جي عاليشان عمارت ٺهيل آهي. استاد غلام محمد پنهور اپريل 1989ع ۾ وفات ڪئي. سندس تربت سندس نالي سان قائم هاءِ اسڪول جي احاطي ۾ موجود آهي. هي اهله ماڻڪ انسان هو پر سندس مناسب قدر شناسي نه ٿي.

**پنهور، فرزانه**: نالي واري محقق ايم. ايڇ. پنهور جي گهر واري مسز فرزانه پنهور 15 سيپٽمبر 1957ع تي ڪراچيءَ ۾ پيدا ٿي. 1980ع ۾ ڪراچي يونيورسٽيءَ مان بائيو ڪيمسٽريءَ ۾ بي. ايس. سي (آنرس) ڪيائين ۽ 1981ع ۾ ساڳيءَ يونيورسٽيءَ مان بائيو ڪيمسٽريءَ ۾ ايم. ايس. سي جي ڊگري حاصل ڪيائين. هن سوائل ڪيمسٽري، ميڪرو ۽ مائڪرو نيوٽريشن، آرگينڪ فرٽيلائيزر (وڻڻ جي ڀاڻ) فروٽ ڪراپس لاءِ استعمال ٿيندڙ گروٿ ريگوليٽرس ۽ پوسٽ ڪار ويسٽ



ٽڪنالاجيءَ تي تحقيقي ڪم ڪيو آهي. هوءَ هڪ سؤ کان وڌيڪ ريسرچ پيپر لکي چڪي آهي. جيڪي دنيا جي ڪيترين ئي ٻولين ۾ ترجمو ٿي ڇپجي چڪا آهن. سندس لکيل مضمونن ۾ ماحول، تعليم، صحت، غذا، خانداني منصوبه بندي ۽ زراعت جا موضوع شامل رهيا آهن. هن ٻه ڪتاب (1) ڪيميڪلس وچ ڪاز ڪئنسر (2) جنيٽڪ انجنيئرنگ، اينڊ فيوچر آف ايگريڪلچر ان پاڪستان لکيا آهن. جڏهن ته هن پنهنجي مڙس ايم. ايڇ. پنهور (مرحوم) سان گڏجي 25 ڪتاب لکيا آهن. هن پوري دنيا گهمي ڏٺي آهي ۽ دنيا جو ڪوبه اهڙو حصو ناهي، جتي هوءَ وئي نه هجي. هن زراعت جي ماهر ايم. ايڇ. پنهور سان 1983ع ۾ شادي ڪئي. سندس وڏا سائوٿ آفريڪا ۾ آباد هئا، پر پاڻ سنڌ ۾ تعليم حاصل ڪيائين. ان ڪري سنڌي آسانيءَ سان پڙهي ۽ ڳالهائي سگهي ٿي. کيس ڪوبه اولاد نه آهي. هوءَ "سنڌ رورل وومين اپلفٽ گروپ" جي چيئرپرسن به آهي. جڏهن ته سوائل ٽيسٽنگ ليبارٽري (بي وي ٽي) جي سال 1992ع کان 1994ع تان مئنيجنگ ڊائريڪٽر به رهي چڪي آهي. ان کان سواءِ مئنيجنگ ريسرچ اينڊ ڊولپمينٽ انجنيئرس جي 1982ع کان 1992ع تائين مئنيجر رهي چڪي آهي. هوءَ اڄ به پنهنجي ٻنيءَ ۽ باغ جي سار سنڀال لهي ٿي. سندس خدمتن جي مڃتا طور 1997ع ۾ کيس سوئٽزرلينڊ پاران رورل ايڪٽوٽي ايوارڊ ڏنو ويو ۽ 1998ع ۾ آمريڪا پاران "ميڊل آف آنر" جي نالي سان گولڊ ميڊل ڏنو ويو. جڏهن ته 1997ع ۾ بي بي سيءَ تان سندس هڪ ڪلاڪ براهِ راست انٽرويو پڻ نشر ٿي چڪو آهي. کيس ڪيترائي غير ملڪي اوارڊ ملي چڪا آهن، پر پاڪستان يا سنڌ حڪومت کيس ڪوبه اوارڊ نه ڏنو آهي. جيتوڻيڪ هوءَ دنيا جي انهن چند عورتن مان هڪ آهي، جن چاليهن سالن جي گهٽ عمر ۾ بين الاقوامي سطح تي ايتري شهرت حاصل ڪئي آهي. سندس پندرهن ريسرچ پيپر مختلف ملڪن پاران انٽرنيٽ تي جاري ڪيا ويا. ايم ايڇ. پنهور جي وفات بعد هوءَ حيدرآباد ۾ رهائش پذير آهي.

**پنهورڪي** تعلقي ميرپورخاص جي ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڳوٺ مير شير محمد خان، مير غلام علي ٽالپر، ڪاڪ بنگلو دائم چوهاڻ، محمد علي لغاري، غلام محمد لغاري، عالم خان لغاري، بهاول لاشاري ۽ مبارڪ پنهور.

**پنهورڪي:** تعلقي مٺياريءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

وسين بقادار شاهه، علو پليجو بخشو هاٽي، رحيم جت، ڪوٽ حاجي ڪامل پانڌياڻي، ڪوٽ خالد پانڌياڻي، محب پليجو ۽ الهورايو باريچو

**پنهور، لطيف اياز:** لطيف اياز پنهور نامياري اديب ۽ سياستڪار ابن حيات پنهور جو پٽ آهي. هن 22 سيپٽمبر 1956ع تي ٽنڊي مير محمود، حيدرآباد ۾ جنم ورتو سنڌي ادب ۾ ايم. اي آهي. هن وقت گورنمينٽ بوائز ڊگري ڪاليج ڪوٽڙيءَ ۾ ڪلارڪ آهي. لطيف اياز سٺو ڪالم نگار ۽ مترجم آهي. هن جا ڪتاب: (1) "ساريان سيئي ڏينهن" (ڪرشن چندر جي ناول جو ترجمو: 1995ع)، (2) "عشق جو آواز- حسين بن منصور حلاج" (جميل هاشميءَ جي ناول 'دشت سوس' جو ترجمو: 2007ع) ڇپيل آهن. هو هن وقت پريٽ آباد، حيدرآباد ۾ رهي ٿو.

**پنهور، منظور علي خان:** منظور علي خان ولد حامد خان پنهور، 20 آگسٽ 1952ع تي آدم خان پنهور ۾ ڄائو 1979ع کان 1983ع تائين ڳڙهي چنڊ يونين ڪائونسل جو چيئرمئن رهيو. 1990ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو 1992ع ۾ ٻيلي کاتي جو صوبائي وزير مقرر ٿيو. 1973ع ۾ کيس پنهور قبيلي جو سردار مقرر ڪيو ويو هيءَ راڄن پاڳن جا فيصلا ڪندو رهي ٿو.

**پنهور، مولوي محمد علي:** مولوي محمد علي ولد ميان غلام حسين پنهور، 10 مئي 1924ع تي ڳوٺ راهوجا، ضلعي دادوءَ ۾ ڄائو. سندس تصنيفون هن ريت آهن:

(1) شانِ حق (مذهبيات)، (1) ائٽم بم، (3) وٽوهڙ ۽ (4) هائڊروجن بم.

**پنهور، ميان محمد صديق:** حافظ ميان محمد صديق پنهور ولد عبدالله پنهور، 11 آگسٽ 1827ع/ 18 محرم 1243ھ تي، ضلعي سکر جي ڳوٺ "پرچونديءَ شريف" ۾ ڄائو پاڻ وڏو عابد، عالم ۽ زاهد بزرگ ٿي گذريو آهي. قادري مسلڪ سان واسطي هئڻ ناتي ڪيترن ماڻهن کي فيضياب ڪيائين. مخدوم احمد يار خان مهر، مولانا سيد تاج محمود امروٽي، مولانا عبيدالله سنڌي ۽ مولانا عبدالغفور همايونيءَ جهڙا جيد عالم بزرگ شاعر ۽ صاحبِ فيض شخص سندس فيض يافته يا شاگرد هئا. حافظ صاحب کي حنفي فقهه ۾ وڏو ملڪو حاصل هو. سندس فتوائن کي وقت جا عالم بنا ڪنهن چون چرا جي قبول ڪندا هئا. هي قديم وضع جو بزرگ 63 ورهين جي ڄمار ۾ 21 رمضان المبارڪ 1308ھ بمطابق 1 آگسٽ 1891ع تي هن جهان مان لاڏاڻو ڪري ويو. سندس آخري آرامگاهه پرچونديءَ شريف ۾ آهي.

**پنهور، مير حاجن مير:** هن جو اصل نالو حاجي خان ولد محمد سليمان، ادبي نالو مير حاجن مير آهي. ڳوٺ محمد يعقوب پنهور لڳ لکي شاهه صدر ۾ 3 ڊسمبر 1979ع تي پيدا ٿيو. شاعري جي شروعات 1995ع کان ڪيائين. سندس ڪتاب 'رنگ، خوشبوءِ ۽ گُلَ' 2008ع ۾ سنڌي ادبي سنگت سنڌ ڇپايو جنهن ۾ محمد ابراهيم جويي ۽ ٻين اديبن جا تاثرات ڇپيل آهن. مير حاجن پنهور، سنڌي ادبي سنگت شاخ سيوهڻ جو سيڪريٽري، سنڌي ادبي سنگت ضلعي ڄامشوري جو رابطا سيڪريٽري، سلسليوار 'سيوهڻ سماچار' ۽ سلسليوار 'صبح' مئگزين جو ايڊيٽر رهي چڪو آهي. سيوهڻ ۾ 'پنهور ڪلاٿ سينٽر' جو مالڪ آهي. هڪ سال لاءِ قلندر لعل شهبازؒ ادبي ڪانفرنس جو ڊپٽي ڪنوينر به رهي چڪو آهي.



**پنهور نندو:** تعلقي خانپور جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پنهور نندو، محمود پنهور ۽ محمد عظيم پنهور.

**پنھور، نياز:** ناميارو صحافي، شاعر، ڪالم نويس ۽ ڊراما نگار نياز پنھور جو اصلي نالو ذوالفقار علي ولد محمد ابراهيم پنھور آهي. هن 15 جولاءِ 1963ع تي عمرڪوٽ جي شهرشادي پليءَ ۾ جنم ورتو. پرائمري تعليم پنھنجي اباڻي ڳوٺ مان، مئٽرڪ 1979ع ۾ ماڊل اسڪول سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڊپلوما، ايسوسيئيٽ انجنيئرنگ (مڪينيڪل)، ٽيڪنيڪل ڪاليج حيدرآباد مان 1982ع ۾ ڪرڻ ڪان پوءِ انٽرميڊيئٽ حيدرآباد مان (پرائيويٽ) ڪيائين. سنڌ يونيورسٽيءَ مان بي. اي



ڪيائين. نياز پنھور ايم. اي صحافت، ايم. اي پاڪستان اسٽڊي، ايم. اي سنڌي آهي. حيدرآباد لا ڪاليج مان ايل. ايل. بي بہ ڪئي اٿس. سندس والد 1950ع کان بہ اڳ ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ مان مئٽرڪ پاس ڪئي هئي. والد کي ايمانداريءَ ۽ فرض شناسيءَ سبب نندين وڏين نوڪرين ڇڏڻيون پيون. اهوئي سبب آهي جو نياز پنھور جي تربيت هڪ مسڪين پرپڙهيي لکيي گهراڻي جي فرد جي هٿ هيٺ ٿي. پيءُ جي نقش قدم تي نياز پنھور مئٽرڪ جو امتحان ڏيڻ بعد گهريلو ضرورتن جي مد نظر انڊسٽريز ڊپارٽمينٽ حيدرآباد/ ميرپورخاص ۾ ڪلارڪ طور ملازمت ڪئي ۽ پرائيويٽ طور پڙهندو بہ رهيو ان بعد ماڊل اسڪول سنڌ يونيورسٽيءَ جي ڪاليج سيڪشن ۾ ليڪچرار رهڻ بعد پبلڪ سروس ڪميشن پاس ڪري ڊگري ڪاليج کپري ۾ ليڪچرر مقرر ٿيو. نياز پنھور کي ننڍي لاءِ کان ئي علم ادب سان لڳاءُ ٿيو سڀ کان پهرين هن پنھنجي گهر ۾ پيل مولوي احمد ملاح جي ڪتابن کان متاثر ٿي شاعري شروع ڪئي. هن جي پهرين لکڻي (ڪهاڻي) 1972ع ڌاري روزاني هلال پاڪستان جي صفحي 'گلن جهڙا ٻارڙا' ۾ شايع ٿي، تڏهن هو ڇٽين درجي ۾ پڙهندو هو. غربت سبب هن پنھنجي والد سان گهرجي خرچ ۾ هٿ ونڊائڻ خاطر هن چولا ۽ گجرون پڻ کپايون ۽ ڪتابن سان ٻاراڻي وهيءَ ۾ ذوق هئڻ سبب ان پورهيي مان بچت ڪري ريڙهن تان ڪتاب وٺي پڙهندو رهيو. ابتدائي طور ادبي بورڊ جي آفيس ۾ ويندو رهيو، جتي گل ڦل رسالي جي تڏهوڪي ايڊيٽر انور هالائيءَ سندس ادبي تربيت ڪئي ۽ سندس لکڻيون شايع ڪيون. سندس امڙ پڻ انهيءَ وقت ۾ ٽريننگ ڪاليج حيدرآباد جي پڙهيل هئي، اهوئي سبب هن جي تربيت ماءُ جي هنج ۾ علمي ۽ ادبي نموني جي ٿيس. نياز ماڊل اسڪول ۾ پڙهڻ واري زماني ۾ ڇٽنگ سنگت جو مرڪزي پريس سيڪريٽري بہ رهيو صحافتي ڪيريئر جي شروعات روزاني مهراڻ اخبار ۾ ڪم ڪرڻ سان ڪيائين، اتي سب ايڊيٽر رهيو ۽ بعد ۾ آگسٽ 1990ع کان ڪاوش اخبار ۾ ڪم ڪرڻ شروع ڪيائين ۽ ان ۾ نيوز ايڊيٽر ٿيو 12 جولاءِ 1990ع ۾ مائٽن جي مرضيءَ سان افروز عباسيءَ سان شادي ڪيائين. 1980ع واري زماني ۾ سندس شاعري ۽ ٻيون لکڻيون 'گل ڦل' ۽ 'ٽماهي مهراڻ' ۽ 'آرسي' جهڙن رسالن ۾ ڇپجنديون رهيون ۽ سندس ٻاراڻي شاعريءَ جو پهريون ڳٽڪو "ڪوڏ سپون" 1981ع ۾ شايع ٿيو جنهن تي انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ پاران ڪيس 'ٻاراڻي ادب' جو انعام پڻ ڏنو ويو 1982ع ۾ سنڌي ادبي سنگت، ڄامشوري شاخ جو سيڪريٽري چونڊيو ويو. ايم. آر. ڊي واري تحريڪ ۾ نياز پنھور، شمشيرالحيدري سان گڏ مهراڻ اخبار ۾ ڪم ڪندو هو ان زماني ۾ ڇمار جي لحاظ کان هيءُ ڪنهن اخبار ۾ ننڍي عمر جو نيوز ايڊيٽر هو ان ڪانسواءِ 'گلن جهڙا ٻارڙا' رسالي ۾ هن جا 1974ع جي زماني ۾ سوين شعر ماهوار گل ڦل ۾ لاتعداد ڪالم ڇپيا، پي. ٽي. وي جي پروگرام ڇهڇٽي لاءِ 13 مزاحيہ خاڪا ۽ 6 ڊراما لکيائين. 'گلن جهڙا ٻارڙا'، سنگت جو مرڪزي رابطا سيڪريٽري، 'ٻارڙن جي ٻاري' جو مرڪزي چيئرمئن؛ 'ٻارڙن جي محفل' ۽ 'ڇٽنگ سنگت' جو مرڪزي جنرل سيڪريٽري؛ 'سنڌي ادبي سنگت' جو مرڪزي خزانچي، پريس ڪلب حيدرآباد جي گورننگ باڊيءَ جو ميمبر ماهوار "ٻالڪ رسالي" جو ايڊيٽر ماهوار "نئون نياپو" ۽ "ماڪ" مئگزين جو اسسٽنٽ ايڊيٽر؛ سرتاج مئگزين جو ايڊيٽر بہ رهيو ان کان سواءِ ڪي. ٽي. اين تي موسيقيءَ جي ڪيترن پروگرامن جو ڊائريڪٽر پڻ رهيو آهي، ڪيس "نئين زندگي" رسالي ۽ سنڌي ادبي سنگت طرفان بهترين شاعر جو اوارڊ نيشنل ڊفينس يونيورسٽيءَ پاران هڪ ورڪشاپ ۾ بهتر ڪارڪردگي عيوض ميڊل ۽ سرٽيفڪيٽ ۽ ايس ٽي پي پاران بهترين صحافيءَ جو اوارڊ پڻ مليو نياز پنھور کي برڪا، علي بابا، باڪ ۽ مرتضيٰ نالي ڇئن ٻارڙن جو اولاد آهي. هيءُ وڏي عرصي تائين ادبي بورڊ جي بورڊ آف گورنرس جو ميمبر ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ جي سينڊيڪيٽ جو ميمبر پڻ رهيو آهي. علمي ادبي لحاظ کان دوستن جو هڪ وڏو حلقو اٿس. سندس شاعري ڪيترن ئي فنڪارن ۽ فنڪارائن ڳائي آهي. هن وقت روزاني ڪاوش جي نيوز ايڊيٽر هئڻ سان گڏ سچل سرمست ڪاليج ۾ اسسٽنٽ پروفيسر (پاڪ اسٽڊي) طور ڪم ڪري رهيو آهي. ان کان سواءِ ريڊيو پاڪستان تي ڪمپيئرنگ ڪرڻ سميت ڪي ٽي. اين جي پروگرام 'ڪاوش عوام آڌو' جو ميزبان بہ آهي.

**پُنھُون:** ويدن ۽ پراڻن ۾ بيان ڪيل آريائي ڪردارن جي حوالي سان ڄاڻ ملي ٿي تہ آرين جي هڪ قديم ڪردار چندر (جنهن کي سج بہ چوندا هئا) جي نالي سان چندر ونسي/ سج ونسي نسل جي ابتدا ٿي. پوءِ اهو نسل ڇئن وڏن گروهن: يادوَ، تروسوَ انوَ درهيوَ ۾ ورهائجي ويو. سندن بودباش وچ ايشيا، وچ اوڀر، سنڌ ۽ هند جي خطن ۾ ٿي. سنڌ، بلوچستان، پنجاب ۽ ڪڇ ۾ رهندڙ سما ۽ جت قبيلا انهن چندر ونسي آرين جي گروهن مان آهن. جڏهن سڪندر اعظم ايران فتح ڪري اڳيان وڌيو تہ سنڌ جي سرحدي علائقي مڪران ۾ جتن جي 'هوت' قبيلي جي بهادرن ساڻس مهاڏو اٽڪايو ان دور جي يوناني مؤرخن هن قبيلي جو ذڪر اوريتائي نالي سان ڪيو آهي. جو 'هوت' جو يوناني اُچار آهي. هي قبيلو سومرا دور تائين مڪران جو حاڪم هو. سومرن جي آخري دور ۾ مڪران ۾ بلوچن جو اچڻ ٿيو جن جي قافلي جي سالار ميرجلال خان 'هوت' قبيلي جي 'عجوبہ' نالي هڪ رقاصہ سان شادي ڪئي، جنهن مان جاول پٽ ڪي هن 'هوت' جو نالو ڏنو ميرجلال خان جي وفات کان پوءِ هوت جي ماءُ قلعي تي قبضو ڪيو جنهنڪري ميرجلال خان جا وڏا پٽ مجبور ٿي اڳتي هليا ويا ۽ مقامي جت قبيلن سان اختلاف رکيائون ۽ اج تائين جتن کي پاڻ کان ڌار سمجهندا آهن. بلوچ قبيلن جي ويڙهاڪ فطرت جي ڪري سنڌي جت، هميشہ بلوچ قبيلن کان مرعوب رهيا آهن. اهي بلوچن جي وچ ۾ رهي بلوچ سڏائي نٿي سگهيا، پر جڏهن سمن جي دور ۾ جت قبيلا لاڙ ۾ لڏي آيا تہ پاڻ کي بلوچ سڏائڻ لڳا. سنڌ جا ماڇهو جتن جي نسل ۽ اسلام جي اوائلي دور ۾ لڏي ويل سنڌي جتن جي حجاز، عراق ۽ ٻين عرب علائقن ۾ بودوباش ۽ انهن

مان پيدا ٿيندڙ هاڪارن عالمن جي ديني خدمتن کان واقف هئا. پر انهن اوائلي دور ۾ بلوچن جي نسل کان ناواقفيت جي ڪارڻ جابلو علائقي جي معنيٰ ۾ جتن کي به بلوچ سمجهڻ شروع ڪيو. اهڙيءَ طرح سنڌ ۾ "بلوچ" يا "بروج" جي معنيٰ "جبل جو رهاڪو يا ڪوهيارو" وڃي بيلي.

سومرن جي دؤر ۾ مڪران جي علائقي ڪيچ جو حاڪم "آري ڄام" هو. آريءَ کي پنهنجي زال "ملي" مان ڇاول ٿن پٽن مان هڪ جو نالو "پنون" (پنهون) هو. هڪ بيت ۾ پنهونءَ جو نالو هن ريت آيل آهي ته:

سـودو ڪـريـان تـنهـن سـاڻ سان،

جنهـن کـي پنهـون آريـاڻـي چـون.

سنڌ جي نسب نامي جي اصطلاح موجب "پنهون آرياڻي" معنيٰ پنهون پٽ آريءَ جو. پنهونءَ جو نالو سنڌ جي مشهور رومانوي داستان "سسئي پنهون" جي هيرو طور مشهور آهي. شاهه لطيف سندس ڪردار کي ڳائي امر ڪري ڇڏيو آهي. روايتي قصي ۾ سسئي پنهونءَ جو داستان هن ريت ٻڌايو ويندو آهي ته هڪ برهمڻ کي ڌيءَ ڄائي. جوتش ذريعي کيس معلوم ٿيو ته ان جي شادي هڪ مسلمان سان ٿيندي. نياڻيءَ کي مارڻ به کيس منظور نه هو ۽ اکين ڏٺي مک ڳهڻ به هن لاءِ ممڪن نه هئي. ان ڪري هن ڇوڪريءَ کي هڪ پيتيءَ ۾ بند ڪري درياهه ۾ لوڙهي ڇڏيو. اها پيتي لڙهندي اچي ڀنڀور ۾ محمد ڪتيءَ تائين پهتي، جيڪو ڌوٻڪو ڪم ڪندو هو. ان نياڻيءَ تي "سسئي" نالو رکيائين. جنهن جي معنيٰ آهي چنڊ ۽ کيس پنهنجي ڌيءَ ڪري پالڻ لڳو. سسئي وڏي ٿي ته ڪنهن طرح سان ڪيچ مڪران جي حاڪم آري ڄام جي پٽ پنهونءَ جي حسن جو چرچو سندس ڪنن تي پيو ۽ هوءَ پريٽ متس عاشق ٿي پئي. جڏهن اها خبر پنهونءَ کي پئي ته هو به کيس اڻڏٺو محبوب ٺاهي ويهي رهيو ۽ ڪيچ مان ڪهي ڀنڀور پهتو. نيٺ پنهنيءَ ان جو ملڻ ٿيو ۽ هڪ ٻئي کي ماڻڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا. ڪجهه وقت گڏ رهيا ته پويان پنهونءَ جي ڳولا شروع ٿي وئي. سندس ڀائر کيس ڳوليندي اچي ڀنڀور ۾ پهتا. پنهونءَ کين پنهنجي زال سسئيءَ سان ملايو. هنن ڀائرن پنهونءَ کي موٽي هلڻ لاءِ چيو پر پنهونءَ انڪار ڪري ڇڏيو. نيٺ هنن دوکو ڪري رات جو نشو پياري پنهونءَ کي ٻڌي ڪٺي اٺ تي سوار ڪيو ۽ اچي ڪيچ پهتا. جتي پنهونءَ کي قيد ڪري رکيائون. پويان سسئي، پنهنجي پنهونءَ کي وڃائي هوش مان نڪري وئي ۽ سندس پيرا ڪڍي اڪيلي سر ڪيچ ڏانهن ڪاهي پئي. سفر جي تڪليفن کيس هيڻو ڪري ڇڏيو ۽ نيٺ هوءَ رستي ۾ مري وئي يا روايتن مطابق زمين ڦاٽي پئي ته ان ۾ گهڙي وئي. هوڏانهن پنهون پاڻ ڇڏائي سسئيءَ ڏانهن روانو ٿيو. پنهون جڏهن اتي پهتو جتي سسئي زمين ۾ گهڙي وئي هئي ته اتي سندس گنديءَ جو پلئه ٻاهر نڪتل ڏسي سڃاڻي ورتائين ۽ نيٺ پاڻ به اتي ئي زمين ۾ داخل ٿي ويو.

لطيف جي شاعريءَ ۾ پنهونءَ لاءِ ڄت، بلوچ، ڄام جهڙا لفظ استعمال ڪيا ويا آهن. اڄ جي دور جا ڪي محقق مٿئين پسمنظر کي نظر انداز ڪندي انهن لفظن کي بنياد بنائي پنهونءَ جي نسل کي منجهائڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن ۽ دليلن کي سگهارو ڪرڻ لاءِ پنهونءَ جو تعلق هوت نالي بلوچ قبيلي سان جوڙي رهيا آهن. جيڪو مير جلال خان جي پٽ "هوت" جو اولاد آهي. حالانڪ پنهونءَ جو واقعو مير جلال خان جي پٽ "هوت" جي پيدائش کان ڪافي اڳ جو آهي.

**پنهون جي ساڻ واري وات:** ڪيچ جي واديءَ مان، سنڌ ڏانهن جيڪي واٽون اينديون هيون، تن مان هڪڙيون اُتريون پاسو وٺي، اڳتي هلي خُضدار کان گنداوا ڏانهن يا لَڪ "جائو" کان، "بيلي" ڏانهن ورنديون هيون. بيون ڏاکڻيون سامونڊي ڪناري وارو پاسو وٺي "هنگول" ۽ "حب" وٽان سنڌ ۾ ڍرنديون هيون. اڄ تائين اهي ئي واٽون وهن ٿيون.

سنڌ ۾ هلندڙ "سسئي- پنهون جي ڳالهه" جي مختلف روايتن مطابق، پنهونءَ جو ساٿ هيلين، ڏاکڻي واٽ سان سنڌ ۾ آيو اها راهه پَسني، اورماڙا، گوادر، هنگول ندي ۽ ولپٽ وٽان مَٿي، ڦوڙ ندي ٽپي، هاڙهي جبل جي ڏاکڻي لڪ مان نڪري، هاڙهي جي اُيرنديءَ پران اتر طرف هلي، پوءِ اُتر- اوير طرف ڪانهري بيلي وٽان، 'لياريءَ' جي شهر ڏانهن هلي ٿي. هاڙهي جبل جو لڪ ۽ هاڙهي جي ڪنار، هن واٽ جو وڏو نشان آهي. پنهون انهيءَ واٽ تان آيو لياريءَ کان پوءِ قافلي وارن اها واٽ ورتي جيڪا، اُتل- ڪراچيءَ واري پڪي رستي واري رخ سان، سون مياڻيءَ وٽان، حب نديءَ تي اچي، اتان پوءِ ڀنڀور طرف ايندي هئي.

**پُنهون پَٽي:** ضلعي جيڪب آباد جي تعلقي ڳڙهي خيري ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هينيان ڳوٺ شامل آهن:

پنهون پٽي، جاکرو، غلام رسول لاشاري، ملوڪ سهاڳ، حاجي عيسو ڪنوهڙ، ٽرڙي ۽ فريد ڏاهاڻي.

**پنهون فقير برڙو:** پنهون فقير برڙو سردار ملڪ غيبي خان جي دؤر جو هڪ نيڪ بزرگ هو. سدائين ساوا ڪپڙا پائيندو هو. سندس چپ هر وقت چرپر ڪندا رهندا هئا. چيو وڃي ٿو ته هي فقير رات ڏينهن صلواة پڙهندو هو. وفات وقت تائين اهو ورد جاري رکيائين. سال 1120هه/ 1708ع ۾ وفات ڪيائين. سندس جنازي نماز ملڪ غيبي خان پاڻ پڙهائي. سندس قبر تعلقي وارهه جي رائنڪن جي قبرستان ۾ آهي.

**پنهون مل هميراڻي:** پنهون مل جي پيءُ جو نالو هرچند هو. ذات جو ميگهواڙ هو. ٿرجي ڳوٺ گوڙهيار، تعلقي مٺي، ٿرپارڪر جو رهواسي هو. ننڍپڻ ۾ پنهنجي پيءُ سان گڏ ٿر مان ڏڪا وٺي گجرات ۽ ڪڇ طرف وڪرو ڪرڻ ويندو هو. جيئن ته پارت جا اُتم ذات سڏائيندڙ هندو، هريجنن جي ٻارن کي اسڪولن ۽ مندرن ۾ داخل ٿيڻ نه ڏيندا هُئا ۽ کين سياسي، سماجي ۽ اقتصادي طور غلام بنائي ڇڏيو هئائين. ان ڪري پنهون مل، 1930ع ۾ اڇوتن جي اڳواڻ ڊاڪٽر امبيڊڪر سان بمبئيءَ ۾ ملاقات ڪئي، ۽ ان جي سياسي ۽ سماجي تربيت هيٺ رهيو. سال 1935ع ۾ پنهون مل جي ملاقات سوامي ڪرشنانند سان ٿي، جيڪو ورهاڱي کان اڳ سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر هو. سوامي کيس انڊين نيشنل ڪانگريس پارٽيءَ ۾ وٺي آيو ۽ سندس ملاقات سابرمتي آشرم ۾ مهاتما گانڌيءَ سان ڪرايائين. هن مهاتما گانڌيءَ کي هريجنن جي فلاح ۽ بهبود جي سلسلي ۾ چيو ته ٿر ۾ هريجن اسڪول کولي، استاد مقرر ڪري ڏيو. مهاتما گانڌيءَ اها ڳالهه تسليم ڪندي، سنڌ جي مشهور ڪانگريسي اڳواڻن، پروفيسر گهنشام، ڊاڪٽر چوئٿرام، جيٺي سپاهيملاڻي، جيٺمل پرسرام، لالچند امرڏني مل جڳتياڻي، پروفيسر هاسانند جادوگر ۽ شاعر هوندراج دُکايل کي لکيو ته ٿر ۾ هريجن اسڪول کولي، اُنهن ۾ سُٺا اُستاد مقرر ڪري ڏيو ۽ اُنهن جا پگهار پارٽيءَ جي فنڊ مان ڏنا وڃن. پنهون مل، مهاتما گانڌيءَ جو پيغام ڪٺي حيدرآباد

پهتو. انهن صاحبن ٽن 30 هريجن اسڪولي ڪولي اُستاد مقرر ڪري ڏنا، جن جي نگراني ۽ انتظام پنهون مل جي حوالي ڪيو ويو. انهن اسڪولن مان تعليم حاصل ڪيل نوجوانن ٽرجي پڻن واري علائقي ۾ وڏي سجاڳي آندي. پنهون مل هميراڻيءَ، ”لوڻ ٽوڙيو تحريڪ“ ۾ ننگرپارڪر شهر ۾ ان تحريڪ جي اڳواڻي ڪئي هئي. پنهون مل، 1942ع ۾ ”ڪئٽ انڊيا“ هلچل ۾ حصو ورتو ۽ جيل به ويو. مُلڪ جي ورهاڱي وقت هن سنڌ ڇڏڻ کان انڪار ڪيو ۽ ٽرجي ڳوٺ ’هميرجي ڍاڻيءَ‘ ۾ ٽِڪي رهيو. سال 1948ع ۾ هن، سرڳواسي گهمن سنگهه پيل ۽ عالم چند ڪولهيءَ سان گڏجي ”هريجن سماج سڌار سنگت، سنڌ“ جو بنياد وڌو. انهيءَ پليٽ فارم تان ڪافي ماڻهن کي روزگار جا ذريعا ميسر ٿيا. پنهون مل هميراڻيءَ جو هڪ وڏو ڪارنامو جيڪو ٽرجي تاريخ جو هڪ اهم باب آهي، سو اهو هو ته 1971ع واري پاڪ- ڀارت جنگ ۾ هن ٽرجي هزارين مسلمانن جو دفاع ڪيو؛ جڏهن ته سندس ڳوٺ به هندستاني فوج جي قبضي ۾ اچي چڪو هو.

پنهون مل هتي جي سياسي ۽ سماجي حلقن ۾ تمام گهڻو مشهور هو. سندس ذاتي لائبرريءَ ۾ سوين ڪتاب هئا. هن جا سائين جي. ايم. سيد، حيدر بخش جتوئيءَ، مسڪين جهان خان کوسي، مير محمد بخش ٽالپر، محمد عثمان ڏيپلائيءَ، رائچند هريجن، راشد مورائيءَ، تاج جويي، انب گوپانگ، مجرم لغاريءَ ۽ ڄام ساقيءَ سان دوستاڻا تعلقات هئا. هو 1995ع ۾ گذاري ويو. سندس فرزند سترامداس هميراڻي پرائمري اُستاد هو جيڪو رٽائرمينٽ کان پوءِ مٺيءَ ۾ رهي ٿو. سندس ڀائٽيو سنيو هميراڻي ناميارو اديب، استاد ۽ سماجي سڌارڪ ٿي گذريو آهي، جنهن ڪامريڊ غلام محمد لغاري ۽ مسڪين جهان خان کوسي سان گڏجي هارين ۽ غريب ٽرين جي سجاڳيءَ ۽ خدمت جا ڪم ڪيا.

**پنهون نونداڻي**: ضلعي ۽ تعلقي ميرپورخاص ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ياڳن ولي، ففٽ واٽر، فورٿ واٽر، غلام حيدر شاهه، ماهي خان خاصخيلي، احمد خان پرهڙي، غلام نبي غوري، عابد علي شاهه ۽ سعيد باگراڻي شامل آهن.

**پنهير/ پنهيار**: هن ذات وارا سماٽ آهن. پنهيار، پنهور ذات مان ڦٽل هڪ ذات آهي. ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا جي مصنف موجب پنهيار لفظ جي لغوي معنيٰ آهي پاڻي پيارڻ وارا ماڻهو جيڪي اڪثر مشڪن ۾ پاڻي پري مال چاريندا آهن ۽ مشڪن ۾ پاڻي ڀري گهر گهر پهچائيندا آهن. هن ذات وارن کي بهشتي پڻ سڏيو ويندو آهي. هن ذات جي خاص پاڙن ۾ باگراڻي، جائيداڻي، پلائي، ڏيڏرا، گادا، عيساڻي، ڪابورا، لاکيپوٽا، ماهيا، ردي، راجائي، راموٽا، تلاڻي، سقا وغيره آهن. پنهيار سنڌ جي هر ڀاڱي ۾ رهن ٿا. سکر جي پرهه ۾ رهندڙ پنهيار ذات وارن مان اڪثر پير صاحب پاڳاري جا مريد آهن ۽ انهن مان فقير غلام قادر پنهيار نالي پير پاڳاري جو اڳوڻو خليفو به رهي چڪو آهي. بوبڪ، تعلقي سيوهڻ ۾ سندن گهڻو انگ رهي ٿو سندن ڪيترائي ڳوٺ آهن، جتي محمد عمر پنهير سندن چڱو مڙس آهي. اتي سندن پيشو زراعت آهي. ڪتاب "Indian Tribes and Castes" جي ليکڪ ايس. ايم چنا کين راجپوت نسل جو لکيو آهي.

**پنهيار، علي بخش ’اصغر‘**: سياسي، سماجي اڳواڻ ۽ صحافي، علي بخش ’اصغر‘ ولد ڪريم بخش پنهيار، 4 مارچ 1951تي ڳوٺ فيض آباد تعلقي جيڪب آباد ۾ ڄائو. جيڪب آباد مان 1968ع ۾ ميٽرڪ ڪيائين. 1969ع ۾ هفتيوار ”الصلاح“ لاهور جو نمائندو مقرر ٿيو. بعد ۾ هو 1989ع کان 1990ع تائين روزانه ”اتحاد“ جيڪب آباد جو ايڊيٽر رهيو. 1992ع ۾ پنهنجي ذاتي اخبار ”خانگڙهه“ جيڪب آباد جاري ڪيائين. جنهن جو خود ايڊيٽر رهيو. 1997ع ۾ پريس ڪلب جيڪب آباد جو جنرل سيڪريٽري چونڊيو ويو ۽ ان بعد نائب صدر مقرر ٿيو. هڪ سماجي ڪارڪن طور پاڪستان سوشل ايسوسيئيشن جيڪب آباد جو 1997ع کان صدر آهي. سندس سماجي خدمتن عيوض هن تنظيم پاران کيس گولڊ ميڊل به ڏنو ويو. علي بخش پنهيار اسڪائوٽس ۾ به رهيو ۽ ڪافي خدمتون سرانجام ڏنائين. هن مجاهد فورس ۾ صوبيدار جي حيثيت سان خدمتون به سرانجام ڏنيون. خاص ڪري 1971ع کان 1973ع تائين ايمرجنسيءَ دوران ڏينهن رات فوجي اڏي تي ڪم ڪندو رهيو. سندس خدمتن عيوض کيس ڪجهه اوارڊ به مليا آهن.

**پني**: اسوت، بلبل زئي ۽ لهرزئي پٺاڻ، پني نسل سان واسطو رکن ٿا ۽ پني پٺاڻن لاءِ چيو وڃي ٿو ته اُهي ڪاڪڙن مان آهن.

**پنيالو**: هڪ قسم جي پسارڪي وکر طور ڪم ايندڙ ٻوٽو ۽ ڦر. هيءُ پٽاٽي جي نموني تي آهي. هن جا ٻه قسم، هڪ ننڍو ۽ ٻيو وڏو آهن: ٻئي طب ۾ ڪتب اچن ٿا. هن جو رنگ پورو ۽ ڳاڙهو چٽو ٿئي ٿو. سواد کٽو ٿيندو آهي. حڪيمن موجب صفرا جي جوش کي گهٽائي اعتدال تي آڻي ٿو. معدي جي خرابيءَ لاءِ مفيد آهي.

**پني خرخسو**: تعلقي پني عاقل جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ پني خرخسو پڻ آهي.

**پنير**: سنڌ ۾ ڏهيءَ (ڌَوَنري) کي ڪپڙي ۾ ٻڌي لٽڪائبو آهي ته اُن مان پاڻي ڳڙندو رهندو آهي. ڏهي سُڪي ويندي، باقي جيڪو بچندو، ان کي پنير چوندا آهن. پنير ٺاهڻ جو هي سلسلو قديم دؤر کان هلندڙ اچي، جيڪو ڪوهستان جي جابلو ايراضيءَ ۾ اڃا به رائج آهي.

ان کان سواءِ مينهن، ڳئون، رڍ ۽ ٻڪريءَ جي کير مان به پنير ٺاهبو آهي. پنير جا مختلف قسم آهن: هڪڙو سخت پنير جيڪو ڪيترن ئي ملڪن ۾ ٺاهيو ويندو آهي، ۽ ٻيو نرم پنير، جنهن ۾ ملائيءَ جو پنير ۽ ٻيو گهريلو پنير اچي وڃي ٿو. پنير جون ٽڪيون ٺاهي وڪڻندا آهن. پنير کي رڌي، پاڄيءَ طور به کائيندا آهن. پنير ڪچو به کائبو آهي. پاڪستان ۾ پنير، صوبي سرحد ۾ خير آباد جي ويجهو وڏي تعداد ۾ ٺاهيو ويندو آهي، جنهن کي انگريزيءَ ۾ Cheese چون. ان مان ڪيترائي سوادي طعام ٺهندا آهن.

**پنير/ پنير بند**: پنير هڪ ننڍي قسم جو ٻوٽو آهي، جيڪو 1.3 کان 1.9 ميٽر اوچو ٿيندو آهي. هن جا پن 2.5 کان 5.7 سينٽي ميٽر ڊگها ۽ هڪ کان 2.2 سينٽي ميٽر ويڪرا ٿيندا آهن. پنير جو ٻج اسڪند جي ٻجن کان وڏا ٻيرن وانگر گول ٿيندو آهي. هي اسڪند جي خاندان جو



هوندو آهي. سنڌ ۽ بلوچستان جي جابلو علائقن ۾ وڏي تعداد ۾ ٿئي ٿو سنڌ ۾ عام جام واپرائبو آهي. هي خاص ڪري چاليهي جي منڊ ۾ ڪوري ڏکيءَ ۾ وجهي پسائي رکندا آهن، صبح جو رس نپوڙي پيئندا آهن.حڪيمن موجب پنير چاليهن ڏينهن پيئڻ سان ڦٽ ڦرڙيون ۽ گرميءَ واريون بيماريون ختم ٿي وينديون آهن. پنير سنڌ، بلوچستان ۽ خيبر پختونخوا ۾ ڪثرت سان ٿئي ٿو ۽ پسارڪي وڪر طور ڪم ايندو آهي. پنير کي انگريزيءَ ۾ Cheese nut، اردوءَ ۾ پنير، هنديءَ ۾ اڪري، پشتو ۾ شيرنگا- شارنگ، عربيءَ ۾ جوازلمزاجا، فارسي ۾ پنيرباد/ ڪاڪنج، هندي ۽ پنجابيءَ ۾ پنير ڏوڏي ۽ لس ٻيلي ۾ ڪپوٽي چيو ويندو آهي. پنير جو نباتاتي نالو Withania Coagulans آهي ۽ هن جو تعلق ۾ Malvaceae ٻوٽن جي فيمليءَ سان آهي.

**پنير مايو** (Cheese Mass): پنير شيردان ۾ جاول کير هوندو آهي. هن کي انگريزي ۾ Rennets، عربيءَ ۾ انفخہ، فارسيءَ ۽ هنديءَ ۾ چستہ، يونانيءَ ۾ فيطوا ۽ سريانيءَ ۾ فيف چئبو آهي. هنديءَ ۾ لفظ ”چستہ“ حقيقت ۾ پس لاءِ استعمال ٿيندو آهي. شايد هنديءَ ۾ پنير مايي لاءِ موزون لفظ نہ آهي، پنير مايو ٿاهڻ جي ترڪيب اها آهي تہ ڪنهن بہ جانور جي جمڻ ڪان ترت پوءِ گهاتو پس وارو کير تي ڏينهن تائين پياري پوءِ ذبح ڪري انهيءَ جي معدي کي ڪڍي سڪائبو آهي، جيڪوئي پنير مايو آهي. پنير مايي جو واهپو قديم زماني کان يونان وارا بہ ڪندا اچن. انهيءَ کان پوءِ عرب طبيبن وٽ بہ ڪثرت سان استعمال ٿيندو رهيو. ممڪن آهي تہ هندستان ۾ بہ انگريزن جي دور تائين استعمال ٿيندو هجي. پر هاڻي پنير مايي جو نالو رڳو ڪتابن ۾ وڃي رهيو آهي. سهي جي پنير مايي کي سپ کان بهتر سمجهيو وڃي ٿو ۽ انهيءَ جو ڪثرت سان استعمال رهيو آهي. پنير مايي جو استعمال حڪيم جالينوس کان بہ اڳ ٿيندو هو. حڪيمن موجب ان جي خاصيت اِها آهي تہ هي معدي، جگر، دماغ ۽ گردن کي طاقت ڏئي ٿو دستن، نکهير جي رت ۽ رحم جي رطوبت کي بند ڪري ٿو پيٽ ۽ رحم جو سور ڇڏائي ٿو نانگ وڇونءَ جي زهر لاءِ ترياق آهي.

**پَنيري**: ضلعي خيرپور جي تعلقي فيض گنج ۾ هڪ ديهہ جو نالو جنهن ۾ سيفل خان لاشاريءَ نالي هڪ ڳوٺ شامل آهي. هتي پرائمري اسڪول موجود آهي.

ساڳئي نالي سان ضلعي سانگهڙ، تعلقي کپري ۾ هڪ ديهہ آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

احمدالدين، حاجي ڪريم بخش لغاري، جمن مهر پيارو مهر حاجي عبدالله لغاري، اوطاق ڪينئو مل، اوطاق جمڙو مل، امين لغاري، اوطاق حاجي محمد ۽ اوطاق پير بخش لسڪاڻي.

**پنيو لغاري**: تعلقي شهداد پور جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

شير خان لغاري، راڄپرن جو ڳوٺ، روپايو واسو باقو خان لغاري، قل فقير ڪيريو منگرين جو ڳوٺ، پنيرن جو ڳوٺ ۽ مير خان رند.

**پنيھَر**: ضلعي خيرپور جي تعلقي ميرواهہ ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پنيهر، حسين محمد پنجابي، توريو وانڊ، خان محمد ڪيمتيو جام خان ڏيپر خير محمد جمالي ۽ شادي خان ڏيپر.

**پنيهڙ شاخ**: پنيهڙ شاخ رائيس ڪئنال مان آر. ڊي- 365 سڄي طرف کان نڪري ٿي. هن شاخ جي ڊيگهہ 1.36 ميل، ڊسچارج 41.3 ڪيوسڪ آهي. هن شاخ تي 2336 ايڪڙ زمين پوکائي لاءِ رکيل آهي. هن مان 13 واٽر نڪتل آهن.

**پٽڪي**: پاڪستان کان اڳ اَنَ مٽڻ جا ماپا: چوٿائي، پاٿيون، ٽويا ۽ ڪاسا هوندا هئا. ڪاٺيءَ مان ٺهيل هوندا هئا. چوٿائيءَ کي اُتر سنڌ جي ڪن حصن ۾ ”پٽڪي“ چيو ويندو آهي.

**پٽهاري/ پاٿيهاري**: ٿري محاوري ۾ پاڻي ڀرڻ واري عورت کي ’پٽهاري‘ سڏبو آهي، جنهن کي شاه عبداللطيف ڀٽائيءَ ’پاٽياري‘ ڪوٺيو آهي. ’پٽهاري‘ انهيءَ نالي جي نسبت سان ٿري عورتن جو مشهور لوڪ گيت آهي، جيڪو اڄ بہ رواج آهي. ٿر ۾ وسڪاري جي مُند ۾ تل ترايون ۽ ڪڏون ڪوبا تار ٿي ويندا آهن ۽ اهڙيءَ خوشگوار موسم ۾ ٿريليون خوب هار سينگار ڪري، ٽولن جي صورت ۾، پاڻي ڀرڻ لاءِ دلا مٿي تي کڻي، ڪنهن ويجهي پنڌ تان مسرت وچان گيت آلاپينديون وينديون آهن. سندن گيت سريلي آواز ۾ اهڙا لطف ڏيندڙ ٿيندا آهن، جو واٽهڙو بہ بيهي ويندا آهن، موقعي جي مناسبت سان هن گيت کي ”پٽهاري گيت“ سڏيو ويندو آهي، هن گيت جي اها حيثيت آهي، جيڪا ”باڏليئي“ ۽ ”چؤماسي“ جي گيتن کي آهي. هن گيت جو مضمون بہ لڳ ڀڳ مٿين گيتن جهڙو ئي آهي. جنهن ۾ مجازي محبت جو بيان هوندو آهي. ٿر ۾ هن گيت کي عام گيتن کان منفرد حيثيت حاصل آهي. ڇاڪاڻ تہ هن ۾ عورت اندر جي اونهاين مان، پنهنجي وڇڙيل وَرَ جي اُڪيرَ ۾ محبت جا پيغام موڪلي ڪيس ياد ڪندي آهي. ٿر کان سواءِ سنڌ جي ٻين ڳوٺن، واهڻن ۽ وَسين ۾ بہ عورتون هن گيت کي وڏي چاهہ سان ڳائينديون آهن، خاص ڪري کوهن تي ويندي، نوان ويس وڳا پهري، هار سينگار ۽ تيل ڦليل ڪري، وڏي لاڏ ڪوڏ وچان دلا ڪٽي تڙن ۽ تلائن ڏانهن ايندي ويندي، ”پٽهاري“ گيت ڳائينديون آهن. پٽهاري گيت نموني طور ڏجي ٿو:

سَـتـان سهـيـلـيـان رو جهولرو،
پٽهاري هالو.
[ست سهيليون گڏجي تلاءَ تي ويون آهن].
ايءَ گـورل گـئي تـلا، ساهـو..
[۽ هيءَ گورل پڻ تلاءَ تي وئي آهي].
سـتـان ري ڪـجـل ٽـڪـڙا،
پٽهاري ها لو.
[ستن ئي کي ڪجل جا ٽِڪڙا آهن].

**پٽي لوڪ**: رگ ويد ۾ هڪ انساني گروهہ، قبيلي قوم جو احوال ملي ٿو جنهن جو تعلق سنڌ سان هو ان کي ”پٽي لوڪ“ سڏيو ويندو هو.

رحيمداد خان مولائي شيدائيءَ ”تاريخ تمدن سنڌ“ ۾ لکيو آهي تہ: ”آريا سنڌ جي دراوڙن مان پَٽي قبيلي کي گهٽو ڏڪاريندا هئا. يونانين هن قوم تي پرنيمي نالو رکيو آرين جو چوڻ هو تہ پٽي قوم آرين لاءِ ڪڪرن جو پاڻي روڪيو هو ۽ سواءِ جنگ ڪرڻ جي دَسيا پنهنجي دولت سندن حوالي نٿا ڪن.“اُهي ماٿهو سنڌونديءَ جي ڏاکڻين خطي ۾ رهندا هئا. اهي اصل ۾ ناڪئا ۽ وٽجارا هئا، جن کي رگ ويد ۾ ”پٽي لوڪ“ سڏيو ويو آهي.

رگ ويد ۾ ذڪر آهي تہ، پٽي شاهوڪار ماڻهو هئا. چوپايو مال، خاص ڪري ڳئون، پاليندا هئا. گهوڙن جا شوقين هئا. وڏا واپاري ۽ وڻجارا هئا. ڪاري ڪيڙائو هئا. پاڻيءَ ۽ پهاڙن تي راڄ ڪندا هئا. 'والا' سندن سيناپتي (سپهہ سالار) هو. 'ڏسوئي' سندن 'مهارشي' هو ۽ 'بربو' سندن مُکي هو پٽي ماڻهو 'اِندر' ديوتا (باهہ) جا پوڄاري نہ هئا ۽ 'اِندر' ديوتا جي نالي ۾ ڪنهن بہ قسم جون پيٽائون ۽ ٻَليون نہ ڏيندا هئا. نتيجي طور 'اِندر' ديوتا جي رِشين ۽ پنڊتن، پٽين کي ڪنجوس، بخيل، وياج خور، چوپائي مال جو چور ۽ ڦورو سڏيو آهي.

پٽي لوڪن لاءِ چيو وڃي ٿو تہ اهي اصل ۾ سنڌ جا رهاڪو هئا. اڳئين زماني ۾ اهي وڻجارا هئا، جن جو واپار سڄي دنيا سان هلندو هو. اڳتي هلي اهي ايترا تہ طاقتور ٿي ويا، جو سندن ٻولي دنيا جي ڪيترن ڀاڱن ۾ ڳالهائي ويندي هئي. اهي پٽي لوڪ اڄ جي سنڌ ورڪي هندن جي سلسلي جي پهرين ڪڙي چئي سگهجن ٿا.

**پَٽيو:** هيءُ ڪپڙي جو هڪ قسم آهي، جيڪو اوچي قسم جي ڪپهہ مان ٺهندو آهي. مقامي سطح تي هن ڪپڙي کي "هرڪ" بہ چوندا آهن. پٽيي جي شروعات هندستان جي ساموندي ڪناري واري علائقي 'ڪالي ڪٽ' کان ٿي، جنهن ڪانپوءِ هن ڪپڙي ٺاهڻ جو هنر ٻين ملڪن بہ سکي ورتو. جپان جو پٽيو "ويهو- راٽي" مارڪي وارو، ڪنهن دور ۾ مشهور هو. هلڪي قسم جي ڳاڙهي ڪپهہ مان وري "سپاهي مارڪہ بافتو" ٺهندو هو، جيڪو ڏوڙي کان پوءِ پاڻ ۾ سئو تي بيهندو هو. اڃي ڪپڙي پائڻ وارا سنڌ جا ماڻهو گهڻو ڪري "هرڪ" کي پسند ڪندا هئا. هن وقت بہ جپان جو ۽ ڪن پاڪستاني مِلن جو "چيئرمين" 'هرڪ' (پٽيو) بهترين ڪپڙو شمار ٿئي ٿو. سنڌ جي ڪارخانن جو ٺهيل پٽيو، آفريڪا جي ملڪن ۾ نهايت مقبول رهيو آهي.

**پٽي ۽ سراما** (Panis and Sarama): رگ ويد موجب آرين ۽ پٽين جي وچ ۾ جنگيون لڳيون هيون. لڙاين کان تنگ ٿي، اندر ديوتا پٽين ڏانهن پنهنجو ايلچي سراما موڪليو. سراما پٽين سان گفتگو ڪئي. پٽين پهرين تہ سراما کان اِندر ديوتا جو حسب نسب ۽ پٽين جي ديس (سنڌو) ۾ سرامن جي اچڻ جو مقصد پڇيو. ان کان پوءِ اِندر ديوتا کي خوش رکڻ ۽ ساڻس دوستي رکڻ لاءِ ڪيس پنهنجي چوپائي مال جي سار سنڀال لاءِ ڏنار مقرر ٿيڻ جي آڇ ڪئي. رگ ويد ۾ پٽين جي جنهن ديس جو ذڪر ڪيو ويو آهي، سو سنڌ يا سنڌو نديءَ جو ڏاکڻو ڇيڙو ٿي سگهي ٿو. سنڌوءَ کي قديم زماني کان وٺي دريائن جي سرزمين (The Land of Rivers) سڏيو ويو آهي.

رگ ويد ۽ ان جا سڀ مترجم ۽ شارح، ان ڳالهہ تي متفق آهن تہ پٽي لوڪ چوپايو مال پاليندا هئا ۽ گهوڙن جا شوقين هئا. وڏا واپاري هئا ۽ گهڻا شاهوڪار هئا.

رگ ويد جي سيني شارحن، مترجمن، مؤرخن ۽ محققن ائين لکيو آهي تہ بِربو (Birbu)، جيڪو پٽين جو مهامنتري يا مُکي هو سو واڍو هو ٻيڙين ۽ ٻيڙن ٺاهڻ جو ماهر ۽ هڪ باهمت ۽ ايماندار پورهيت هو ۽ سنڌين وٽ پورهيو عبادت جو درجو رکندو هو ان مان معلوم ٿئي ٿو تہ سنڌ جا ان دور واري سماج ۾ پورهيت وڏيءَ اهميت وارا هئا، ان زماني ۾ سنڌ ديس ۾ پورهئي کي عزت ۽ قدر جي نظر سان ڏٺو ويندو هو هن جي چڱاين ۽ فضيلتن جو اعتراف رگ ويد جي شبدن ۾ آيل آهي. 'اِندر' ديوتا جي داسين بہ هن جي تعريف ۾ ڀڄن ڳايا آهن. اندر ديوتا هن ڏانهن سوين سوکڙيون بہ موڪليندو هو.

**پواڙي** (Safflower): پواڙي ربيع جو تيل وارو فصل آهي، جيڪو غير روايتي تيلي ٻجن ۾ شمار ٿئي ٿو. سنڌ ۾ هن فصل کي عام پوکيءَ واري سرشتي لاءِ شامل ڪيو پيو وڃي. ڇاڪاڻ تہ هڪ طرف مارڪيٽ ۾ کاڄرو تيلن جي گهڻي گهرج آهي. ٻئي طرف بهتر قسمن سبب پواڙيءَ جي پوک نفعي بخش آهي. هن فصل جي ٻج ۾ تيل جو مقدار 36 سيڪڙو آهي. اهو تيل غذائي لحاظ کان اعليٰ قسم جو آهي. پواڙيءَ مان ملندڙ کاڄرو تيل ۽ لينولڪ ائسڊ وارو مادو انساني جسم جي ڪولسٽرول کي گهٽائي ٿو. هن تيل ۾ لينولڪ ائسڊ 79 سيڪڙو ٿئي ٿو. جنهنڪري پواڙي جي تيل کي ڪاڌي ۾ استعمال ڪرڻ سان هاءِ بلڊپريشر ۽ دل جي بيماري جهڙن موذي مرضن کان بچاءُ ٿي سگهي ٿو. پواڙيءَ جي تيل ۾ بوءِ وغيره نٿي ٿئي. ان ڪري هن کي عام گهاڻي تان پيڙائي سڌيءَ طرح ڪاڌي پچائڻ سان ڪاڌن جي لذت سٺي رهي ٿي. پواڙي جو تيل ڪاڌي سان گڏ وارنيش، رنگ روغن، صابڻ ٺاهڻ، شيشي جوڙڻ ۽ سينگار جو سامان وغيره ٺاهڻ ۾ ڪتب اچي ٿو. هن فصل جي گل جون پنکڙيون زعفران طور استعمال ٿين ٿيون. سندس گل رنگ سازيءَ لاءِ پڻ ڪم اچن ٿا. پواڙيءَ جي طبي لحاظ کان گهڻي اهميت آهي، هن ۾ موجود لينولڪ ائسڊ بدن جي خلين کي ڪئلشم پهچائي ٿو. اهو عمل وٽامن وانگر آهي، ان ڪري ان کي "وٽامن ايف" چئجي ٿو. سنڌ ۾ مشهور ٿاڌل لاءِ هن فصل جا ٻج استعمال ٿين ٿا. هي فصل آڳاٽي وقت کان جانورن جي چاري ۽ ڪپڙن جي رنگت لاءِ پوکيو ويندو هو. پواڙيءَ جو کڙ چوپائي مال لاءِ بهترين غذا آهي. ان کان سواءِ ان جو کڙ زمين ۾ ڀاڻ طور بہ استعمال ٿئي ٿو. جڏهن تہ هن جا ٻوٽا چوپايو مال وڏي چاهہ سان کائي ٿو. پواڙيءَ جا ننڍا ٻوٽا ۽ انهن جون نرم شاخون ڀاڄي ۽ ڪچومبر/ سلاد لاءِ استعمال ڪبيون آهن، ڇاڪاڻ تہ هن جي ڪچڙن پنن ۾ فولاد، ڪيوٽين، سٽيپ، پروٽين، نشاستو ۽ معدنيات آهي.



پواڙي گرم علائقن جو فصل آهي. اصل ۾ هي فصل هندوستان کان چين، مصر کان اٽلي، اسپين ۽ جرمنيءَ منتقل ٿيو. هن وقت دنيا جي ڪيترن ملڪن جهڙوڪ: هندوستان، آسٽريليا، آمريڪا، افغانستان، ترڪي، اسرائيل، اسپين ۽ فرانس وغيره ۾ تيل لاءِ پواڙيءَ جو فصل پوکيو وڃي ٿو. سنڌ ۾ هي فصل ساريال يا دوباري فصلن جي علائقن جهڙوڪ: شڪارپور، لاڙڪاڻي ۽ جيڪب آباد ۽ دادو ضلعي جي اترين حصي ۾ ڪاميابيءَ سان پوکجي ٿو. جتي هي فصل ڪٽڪ، چٽن ۽ مٽرن جي ڀيٽ ۾ سٺي پيداوار ڏئي ٿو. هي فصل ساريال جي علائقي ۾ دوباري ۽ ڪچي

جي علائقي ۾ بوسي فصل طور بہ سلي پيداوار ڏئي ٿو ان سان گڏوگڏ سنڌ جي آبپاشي وارن علائقن ۾ پڻ پوکيو وڃي ٿو

**زمين:** پوازي جي پوک وچولي کان ڳري زمين، جنهن ۾ گهڻي دير تائين وَتَ رکڻ جي صلاحيت هجي ۽ پاڻي جي سلي نيڪال جو بندوبست هجي، اتي پوکي سگهجي ٿي. پوازي جي پوک لاءِ ڪلر کان صاف ۽ هلڪيون ڪلرائيون زمينون موزون ٿي سگهن ٿيون.

**زمين جي تياري:** هن فصل جي پوکيءَ لاءِ آبپاشي يا موڪي زمين ۾ ٻہ ٽي سُڪيءَ جا هر ڏئي، پتريجي زمين هموار ڪجي. پوازيءَ جي پوکيءَ وقت سائيءَ جا ٻہ ٽي هر ڏئي پاٽيو (سانهر) گهمائي زمين چڱيءَ طرح تيار ڪجي. دوباري فصل واري زمين ۾ سارين جي لاباري بعد جيئن ئي زمين وٺ ۾ اچي تہ زمين ٺاهجي.

**پوکيءَ جو وقت ۽ طريقو:** پوازيءَ جي پوک نومبر کان ڊسمبر جي آخر تائين ڪري سگهجي ٿي. جنهن جو دارومدار علائقي جي حالتن ۽ آبهوا تي آهي. هن فصل جي پوک ڏکڻ سنڌ ۾ 15 نومبر کان شروع ٿئي ٿي. اتر سنڌ ۾ ساريال جي علائقي اندر 15 نومبر کان سڄو مهينو فصل پوکي سگهجي ٿو. ڇاڪاڻ تہ ساريال جي علائقن ۾ زمينون دير سان وَتَ ۾ اچن ٿيون. ان حالت ۾ جنوريءَ جي پهرئين هفتي تائين هي فصل پوکي سگهجي ٿو. پوازيءَ جي پوکي ناڙيءَ ذريعي قطارن ۾ ٻن فوٽن جي مفاصلي تي ڪرڻ گهرجي. جڏهن تہ دوباري ايراضين ۾ پوکي، ڇٽ ۽ ڪيڙ ذريعي بہ ڪري سگهجي ٿي.

**جنسون:** پوازي جي بهتر پيداوار لاءِ ضروري آهي تہ سٺي جنس جو صحتمند ۽ تصديق ٿيل ٻج پوکيءَ لاءِ استعمال ڪجي. هن وقت پوازيءَ جا ٻہ قسم پوکيءَ هيٺ هلن ٿا، جن ۾ بغير ڪنڊن واريون جنسون جهڙوڪ: ٿوڙهي- 78 ۽ پوازي- 95 سفارش ڪيل آهن، جڏهن تہ ڪنڊن واري جنسن ۾ گِلا (Gila) اچي وڃي ٿي.

**ٻج جو مقدار:** پوازيءَ جي ناڙي پوک لاءِ 10 ڪلوگرام ٻج ڪم آڻجي. جڏهن تہ دوباري پوک لاءِ 12 ڪلوگرام استعمال ڪجي، پر ڪورڙ يا ڇٽ ڪيڙ لاءِ 15 ڪلوگرام في ايڪڙ ٻج استعمال ڪجي. ٻوٽا خاص مقرر ڪيل فاصلي تي هجڻ گهرجن تہ جيئن سيرا رهن.

**ڀاڻ ڏيڻ:** پوازيءَ جي آبپاشيءَ واري فصل ۾ ٻہ ٻوريون نائٽروفاس ۽ هڪ ٻوري يوريا في ايڪڙ پوکيءَ وقت ڏيڻ گهرجي. دوباري فصل لاءِ زمين کي واڌو 3 ڪلوگرام يوريا ۽ 2 ڪلوگرام فاسفورس پوکيءَ وقت ڏيڻ گهرجي.

**پاڻي ڏيڻ:** آبپاشي جي علائقن ۾ هن فصل کي 5 کان 6 وارا پاڻيءَ جي ضرورت پوي ٿي، جيڪو 15 ڏينهن جي وقفي سان ڏيڻ گهرجي. جڏهن تہ گهڙٻي يا ڪُرَ (ڪورڙ) واري فصل کي شروعات ۾ ٻن کان ٽي پاڻي هلڪا ۽ تڪڙا ڏيڻ گهرجن تہ جيئن ٻوٽا بهتر نموني پاڙ هڻن. جڏهن تہ هن فصل جي دوباري پوک لاءِ پاڻيءَ جي گهرج ناهي هوندي.

**گُڏ ڪڍڻ:** هن فصل کي پوکيءَ کان ٽن هفتن بعد گڏ ڪڍڻ گهرجي. فصل دوران موجود غير ضروري ٻوٽا گڏ ذريعي ڪڍي ڇڏڻ گهرجن.

**لابارو:** پوازيءَ جو فصل 150 کان 160 ڏينهن ۾ پچي تيار ٿئي ٿو فصل ۾ جهار جو خاص خيال رکجي. تہ جيئن طوطن جي نقصان کان فصل کي بچائي سگهجي. ٻوٽا جڏهن سڪڻ لڳن ۽ ڏاڏو سخت ٿي وڃي تہ لابارو شروع ڪجي.

**پيداوار:** آبپاشيءَ وارو فصل 25 کان 30 مڻ سراسري پيداوار ڏئي ٿو جڏهن تہ دوباري فصل 12 کان 15 مڻ في ايڪڙ پيداوار ڏئي ٿو

**پوازي:** پوازيءَ کي انگريزيءَ ۾ Wild Safron/ Safflower، عربيءَ ۾ قرطم، هنديءَ ۾ 'ڪسر ڪي ڦول'، گجراتيءَ ۾ 'ڪسنبو'، فارسيءَ ۾ 'گل معصفر'، سنسڪرت ۾ 'اگني شڪا'، اردوءَ ۾ 'ڪڙ- ڪسر' ۽ پنجابيءَ ۾ 'ڪُڙ' چيو ويندو آهي. هن جو نباتاتي نالو Carthamus Tinetorius آهي ۽ هن جي آڪهہ جو نالو Compositae/ Asleraceae آهي. هي ٻوٽو ٻن قسمن جو ٿئي ٿو هڪ ڪنڊن وارو ٻوٽو آهي، جنهن جي گلن جو رنگ هلڪو ڳاڙهو ٿيندو آهي. ٻيو بنا ڪنڊن وارو ٿيندو آهي. هن جي گلن جو رنگ گهرو سرخ زعفراني هوندو آهي. هن ٻوٽي جو قد عموماً سوا ميٽر ٿيندو آهي. پن ڊگها سفيديءَ مائل ۽ ڪنارا ڪٽيل ۽ ڪُنڊن وارا هوندا آهن. ڪيترين بيمارين جي علاج لاءِ مفيد آهي.



**پوانڻ شَل قبول** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌ جي ناليواري شاعر ۽ محقق ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ جي شخصيت ۽ فن تي مختلف ليکڪن پاران لکيل تحقيقي ۽ تاثراتي، مقالن ۽ مضمونن تي مشتمل آهي. اهي مقالا ۽ مضمون تنوير عباسي سيمينار 2004ع جي موقعي تي پڙهيا ويا، جن کي اياز گل ترتيب ڏنو آهي. هيءَ ڪتاب تنوير عباسي ڪارنر، شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي، خيرپور پاران مارچ 2005ع ۾ شايع ڪيو ويو آهي. پڪي جلد سان 128 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 120 روپيا آهي.




**پوتاميل:** واپارين جي اصطلاح موجب دڪاندار يا واپاري سڄو سال ڏيتي ليتي ڪندا آهن. مال نيڪال ڪري ۽ نئون مال دڪان ۾ وجهي. ان جي وڪري ۽ خريداري جي داخلا رکندا آهن. سال پوري ٿيڻ تي دڪان ۾ وڌل مُوڙي، موجود مال، نفعي ۽ نقصان جي لکپڙهہ ۽ حساب ڪتاب جمع (Balance Sheet) ۽ ليکي چوکي کي 'پوتاميل' چئبو آهي. 'پوتاميل ٻڌڻ' اصطلاح جي معنيٰ 'نفعي نقصن جو حساب ڪتاب ڪڍڻ' آهي. واپارين جي اصطلاح ۾ نفعي ۽ نقصان جي تفصيلي بنديءَ کي "پوتاميل" چئبو آهي.

**پَوتر منگل سماچار** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب برٽش ۽ فارين بائبل سوسائٽيءَ وارن طرفان ڇپايل آهي، ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 108 صفحا آهن. برٽش ۽ فارين بائبل سوسائٽي ڪراچي، چرچ مشن پريس، ڪراچيءَ مان سال 1945ع ۾ ڇپايو. هن ڪتاب جي 1942ع واري هن ڇاپي ۾ ڇاڻايل آهي تہ هيءُ ڪتاب سنت يوحنا جو لکيل آهي.

**پَوتر منگل سماچار لوڪ سنت** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب برٽش ۽ فارين بائبل سوسائٽيءَ وارن جي طرفان لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 82 صفحا آهن. برٽش ۽ فارين بائبل سوسائٽي، چرچ مشن پريس، ڪراچيءَ مان سال 1941ع ۾ ڇپايو. جنهن جي قيمت چار پايون ڄاڻايل آهي.

**پَوتر منگل سماچار مارڪ سنت** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ڪندنمل آتما رام جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 112 صفحا آهن. قيصره پرنٽنگ پريس حيدرآباد مان سال 1941ع ۾ ڇپيو.

**پوتري**: جُون جو هڪ قسم 'جُئي'. جون جي اُها پوڪ، جنهن جا داڻا تمام ننڍڙا ٿيندا آهن.

**پوتڙو**: بوڇڻ، انگوڇو، گوڏ. عام طرح سنڌ جي اُتر واري علائقي ۾ خاص طور مرد ڇيلهه ڪان هيٺ پيرن تائين پوتڙو ٻڌندا آهن. پوتڙو، گوڏ لاءِ ڪم ايندڙ سوا ٻن والن کان ٽن والن تائين ڊگهو ڪپڙو ٿيندو آهي، جنهن کي انگوڇو چوندا آهن. سوا وال يا ڏيڍ وال جو به پوتڙو ٿيندو آهي. سنڌ ۽ پاڪستان جي ٻين صوبن کان سواءِ ٻين به ڪيترن ئي ملڪن جهڙوڪ: هندستان، انڊونيشيا، ملائيشيا، ڪمبوڊيا ۽ ٿائيلينڊ ۾ گوڏ جو عام رواج آهي. سنڌ ۾ گوڏ جو رواج قديم زماني کان هلندو ٿو اچي. موهن جي دڙي جي آثارن مان معلوم ٿئي ٿو ته اهو رواج ان زماني ۾ به موجود هو موهن جي دڙي جي هڪ مجسمي کي ڇيلهه تي هڪ ڪپڙو 'پهرڻ' جو ٻَڌل آهي. هندن جي يجرويد ۾ به اهڙي ڪپڙي پهرڻ جو ذڪر آهي، جنهن کي 'ديوپاوتيا' چيو ويو آهي. پوتڙو ان لفظ 'پاتيا' جي بدليل صورت معلوم ٿئي ٿو پراڻي زماني ۾ اڇي ڪپڙي کي نيرجي رنگ ۾ ٻوڙي تيار ڪيو ويندو هو پوتڙي کي پاسن ۽ وچ تي ڊزائين ناهڻ لاءِ ڌاڳا ٻڌي پوءِ نير ۾ ٻوڙيو ويندو هو نير مان ڪڍڻ کان پوءِ سُڪائي اهي ڌاڳا کوليا ويندا هئا ته ڊزائين ظاهر ٿي پوندي هئي. هينئر اهو رواج گهٽو گهٽجي ويو آهي. هينئر پوتڙن کي اُٺڻ وقت ئي مٿن مختلف ڊزائينون رٽيون وينديون آهن. اهي ڊزائينون ڪي پٽي واريون هونديون آهن ته ڪي ليڪي واريون، ڪي مونڙي تي هونديون آهن ته ڪي چونڪڙيءَ تي هونديون آهن. ڪن تي وڏن پٽين جي وچ تي راڪيٽ جي صورت وار اڃا ڪڪر هوندا آهن. جن کي راڪيٽ وار پوتڙا چيو ويندو آهي. ڪن کي وري هڪ رنگي وڏي ڪَني ٿيندي آهي، اهي پوتڙا اهڙيءَ انڪل سان اُڻيا ويندا آهن. جو چوڪڙيءَ واري پيٽي جو ليڪو وچ تي هوندو آهي، پر ڪنيءَ ۾ نه ايندو آهي. پوتڙا اڄڪلهه آڏاڻن ۽ ڪڏين کان سواءِ پاور لومن تي به تيار ٿين ٿا.

**پوتڪو**: هيءُ تعلقي ٽنڊو الهيار جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: شير محمد لغاري، يار محمد لغاري ۽ نور محمد لغاري.

**پوتي**: پوتي مٿي تي ڍڪڻ لاءِ زنانو ڪپڙو آهي، جنهن کي 'رئو' ۽ 'گندي' به چيو ويندو آهي. پوتي عام طرح ٻن کان اڍائي ميٽرن تي مشتمل ڪپڙي جو ٽُڪر ٿيندو آهي. پوتيون گهٽو ڪري سنهڙي ۽ پيلدار ڪپڙي جهڙوڪ: ململ، ربڙي، چڪني يا ٻئي اهڙي ڪپڙي مان ناهيون وينديون آهن.

شاهه لطيف به 'پوتي' لفظ کي پنهنجي ڪلام ۾ ڳاتو آهي:

'پرٽ ٿينديس، پرين پُڇنديس، پڇاڙينديس پوتي'

'پوتي اوڍائڻ' سنڌي اصطلاح جي معنيٰ ڪنهن به عورت کي پوتي ڍڪائي، 'دين جي پيٽ' ڪرڻ به هوندو آهي.

'پوتي وجهڻ' اصطلاح جي معنيٰ ڪنوار جي مٿي تي گَندِي/ پوتي وجهڻ سنڌي رسم مطابق ڪنهن ڇوڪريءَ کي ڪنهن ڇوڪري جي نالي ڪرڻ لاءِ پوتي وجهندا آهن.

**پوٿي**: هندن جو ڌرمي ڪتاب آهي، ڪنهن رشيءَ، گروءَ يا ڌرمي اڳواڻ جو بيان، پچن ۽ قول وغيره کي به پوٿي چئبو آهي.

'پوٿي پٽائڻ' به هڪ اصطلاح آهي، نيڪ يا بد سُڳڻ لاءِ ٽپڻو کولائڻ، ڪتاب پٽرائڻ، ڪتاب ذريعي فال ڪڍائڻ وغيره کي به چئبو آهي. 'پوٿي پوڻ'، مرڻ واري حال ۾ هئڻ کي پڻ سڏيو ويندو آهي.

**پوٿي**[2] (Malabar Nightshade): هيءُ ول نموني جي ٻوٽي آهي. جنهن جا پن پان جيڏا، پر ان کان ٿلها ۽ لعابدار ٿيندا آهن. هيءُ ٻوٽي ڦرڪانول ٻوٽي وانگر جهلي ٿي. هن جا پن مٿان ساوا ۽ هيٺان پمدار ٿين ٿا. هيءَ ٻج ڳاڙها ڪندي آهي، سواد ۾ ڪني ۽ ڪوڙي ٿئي ٿي. پوٿيءَ کي بنگاليءَ ۾ 'روڪتو پوري'، هنديءَ ۾ 'پني ساڳ'، سنسڪرت ۾ 'پوتڪي' يا 'پولي پوهه' ۽ اردوءَ ۾ 'پوئي' چون. هن جو مزاج تمام سرد ٿي درجا گرمي



پد ۾ ٿئي ٿو هن جي طبي خاصيت تپ ۽ وڌيل حرارت کي هٽائڻ آهي ۽ هيءَ پيشاب ڪوليندڙ ۽ ننڊ آڻيندڙ (Somnolent) آهي.

**پوٿي پريچا گرو ارجن صاحب جي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب هريسنگهه ڊنگي مل جو لکيل آهي، جنهن جي قيمت هڪ آنو رکيل آهي. هيءُ ڪتاب هريسنگهه، مجتبائي پريس، سکر مان سال 1888ع ۾ ڇپايو.

**پوٿي جپ صاحب** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب هريسنگهه ڊنگي مل جو لکيل آهي، جنهن جي قيمت هڪ آنو ڇهه پايون ڄاڻايل آهي. هيءُ ڪتاب هريسنگهه، وڪٽوريا پريس لاهور مان سال 1888ع ۾ ڇپايو هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو سال 1889ع ۾ ڇپيو جنهن جي قيمت هڪ آنو 3 پايون ڄاڻايل آهي.

**پوٿي جپ صاحب، ارٿ سميت** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب هريسنگهه ڊنگي مل جو لکيل آهي، جنهن جي قيمت 4 آنا ڄاڻايل آهي. هيءُ ڪتاب هريسنگهه، مجتبائي پريس سکر مان سال 1889ع ۾ ٻيهر ڇپايو.

ساڳئي نالي سان هڪ ڪتاب آوتراءِ جهمٽراءِ ملڪاڻيءَ جو پڻ لکيل آهي. رائل سائيز واري ان ڪتاب ۾ 42 صفحا آهن. جنهن جي قيمت 4 آنا ڄاڻايل آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو منشي عطر سنگهه ملڪاڻي، وڪٽوريا پريس سکر مان سال 1888ع ۾ ڇپايو.

**پوٿي جنم ساکي گرونانڪ جي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب تيجي مل جو لکيل آهي. جنهن جي قيمت 10 آنا ڄاڻايل آهي. هيءُ ڪتاب ليڪ اسلاميه پريس لاهور مان سال 1896ع ۾ ڇپايو.

**پوٿي گرب گيرتا** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب جمناداس جو سنڌيءَ ۾ لکيل آهي، جنهن جي قيمت هڪ آنو ڄاڻايل آهي. هيءُ ڪتاب اسلاميه پريس لاهور مان سال 1893ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

**پوٽي ناسڪيت جي** (ڪتاب): ديوناگري (سنڌي) لپيءَ ۾ هيءُ ڪتاب مولوي محمد عثمان جو لکيل آهي، جنهن جي قيمت هڪ آنو 4 پايون ڄاڻايل آهن. هيءُ ڪتاب ليکڪ مفيد عام پريس لاهور مان سال 1899ع ۾ ڇپايو.

ساڳئي نالي سان ٻيو ڪتاب خوبچند جو پڻ لکيل آهي، جنهن جي قيمت هڪ آنو ڄاڻايل آهي ۽ اهو ڪتاب ليکڪ اسلاميه پريس لاهور مان، سال 1889ع ۾ ڇپايو.

هن نالي سان ٽيون ڪتاب جمناداس جو لکيل آهي، جنهن جي قيمت هڪ آنو ڄاڻايل آهي. جيڪو اسلاميه پريس لاهور مان، سال 1893ع ۾ ڇپيو.

**پوٽا/ پوٽاڻ**: عزيزاتي رشتن جي اصطلاح ۾ پُٽ جي اولاد کي پوٽا سڏبو آهي. گذريل وقت ۾ توڙي هينئر به سنڌ ۾ اولاد پنهنجي ڏاڏي جي نالي پٺيان سڃاتو وڃي ٿو. جيئن پومل جو اولاد پمناڻي ۽ آڏو مل جو اولاد آڏواڻي وغيره. مسلمانن ۾ دائود جو اولاد دائودپوٽا ۽ رانجهي خان جو اولاد رانجهاڻي سڏجن ٿا. اهڙيءَ طرح مانڪاڻي ۽ ناراڻي وغيره به ان قسم جي اصطلاحن جا مثال آهن. اڳ ۾ سنڌ ۾ ڏاڏي پوٽن سان سڱ ڪرڻ کي ترجيح ڏني ويندي هئي. ڏاڏي پوٽي زال مان ٿيل اولاد کي وڌيڪ اهميت ڏبي هئي. دودي چنيسر واري قصي ۾ عمر ۾ ننڍو هئڻ باوجود دودي کي ڏاڏي پوٽيءَ مان هئڻ ڪري پڳ جو وارث بڻايو ويو.

سنڌ ۾ ڏاڏي پوٽي سڱ کي اهميت هوندي آهي. چوڻي آهي ته:

سڱ سوٽن اڳرو، ميڙو ماساتن،
ڦل ڏجي ڦپاٽن، موچڙو ماروٽن.

**پوٽالا پيليس**: تبت/ ٿُبيٽ ملڪ ۾ هڪ محل جو نالو آهي. هي محل تبت/ ٿُبيٽ جي سيسي ايڪتا جي علامت آهي. جڏهن ٻڌ دلائي لامن جي اڳواڻيءَ ۾ ملڪ متحد ٿيو ته هيءُ محل 'اتحاد جي اهڃاڻ' طور ڏيساور کان ايندڙ سياحن ۽ ڪوجنا، ڪندڙن لاءِ پوٽالا محل تبت جي سڃاڻپ جي نشاني بڻيو. هن محل کي ڏسي اها ڄاڻ پوي ٿي ته ٻڌمت انديا کان تبت ۾



پوٽالا پيليس

ڪيئن آيو ۽ وڌيو ويجهيو منگولن جي سهڪار هن محل جي اڏاوت کي ممڪن بڻايو جڏهن ته ان ۾ چيني اڏاوت سازيءَ جو واڌارو ڪري ان جي رونق ۾ چار چنڊ لڳايا ويا.

هن محل جو نالو تبت ۾ ٻڌمت جي انڊين اڳواڻ آوالو ڪشورا جي نالي پٺيان پوٽالا رکيو ويو هيءُ محل ستين صديءَ ۾ تبت جي باني بادشاهه سانگستين گامپو جي ننڍڙي رهائش هو 1642ع کان 1682ع تائين حڪومت ڪندڙ پنجين دلائي لاما پاڻ کي 'آوالو ڪبشورا' جو ٻيو جنم ڄاڻايو تنهنڪري هن کي تبت جي شاندار ماضيءَ جو اهم نشان سمجهيو وڃي ٿو. محل جي هال جي ٽيرس ۽ گيلريءَ کي ڪليل ڇڏيو ويو آهي ۽ محل اندر پوڄا گهر، چيپلز ۽ دلائي لامن جي رهائش لاءِ ڪمرا ٺهيل آهن.

**پوٽي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب گرومل سنتداس منڪاڻيءَ جو لکيل آهي. رائل سائيز واري هن ڪتاب ۾ 192 صفحا آهن. ليکڪ سنڌ پرنٽنگ پريس ڪراچيءَ مان سال 1894ع ۾ ڇپايو.

**پوٽا**: پوٽا سمائ ذات سان واسطو رکن ٿا. تعلقي موري ۾ جتوئين جي پرسان هن ذات جي پنيان هڪ ڳوٺ جو نالو پڻ 'پوٽا' آهي.

**پوٽا ابراهيم**: تعلقي قمبر جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ هي ڳوٺ شامل آهن:

قادر بخش هليو سومر هليو نورل هليو پيارو مهاڻو الهندو هليو ڪريم ڏنو صاحب خان گورڙ، محمد مراد هليو، دودو هليو عرف دوست محمد ميتلو، حاجي هليو جمع ڪلهوڙو، خير محمد هليو ۽ در محمد چانڊيو.

**پوٺو**: پوٺو صاف مٿاهين ميدان کي چئبو آهي. اها ايراضي جيڪا غيرآباد ۽ سنئون پٽ هجي ۽ ان ايراضيءَ ۾ ڪڏهن به ڪا آبادي نه ٿي هجي ته ان کي پوٺو چوندا آهن.

هن نالي سان سنڌ ۾ ڪيترين ئي ديهون موجود آهن، جن مان ڪن جا نالا ڳڻائجن ٿا:

- تعلقي ميرپورخاص جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:
ڳوٺ حاجي محمد اسلم، علي مراد مگريو حاجي محمد درس، حميردرس ۽ ڳوٺ رستم خان بوزدار.
- تعلقي ڪپري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:
حاجي نور محمد مري، ملوڪ شر (حاجي محمد مري)، علي شير شاهه، بادل مهر، علي خان مري، حاجي وسند مري ۽ ڏوڙيو ڪچي.
- ضلعي مٽياري، تعلقي هالا جي ديهه 'پنيري' ۾ هڪ ڳوٺ، جنهن ۾ هزار کن ماڻهو رهندڙ آهن. هتي پرائمري اسڪول ۽ بجليءَ جي سهولت موجود آهي.
- دادو ضلعي جي تعلقي جوهيءَ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ 'پوٺو' نالي سان هڪ ڳوٺ آباد آهي.
- ضلعي ۽ تعلقي دادوءَ جي ديهه "سوهايون" ۾ به 'پوٺو' نالي ڳوٺ آباد آهي، جنهن ۾ هزار کن ماڻهو رهندڙ آهن. هتي پرائمري اسڪول ۽ بجليءَ جي سهولت موجود آهي.
- تعلقي وارهه ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ 'الهه بخش بروهي'، 'گرگيج' ۽ 'ميان بخش لڏاڻي' ڳوٺ شامل آهن.
- ضلعي ميرپورخاص جي تعلقي ساماري ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن:
حاجي بندن علي راهو، حاجي علي محمد راهو، آباد ۽ اوطاق عبدالله ڪالرو.
- ٽنڊي باگي ۾ هڪ ديهه جو نالو به پوٺو آهي. جيمس آباد (ڪوٽ غلام محمد) ۽ ڪپري ۾ به 'پوٺو' نالي ديهون موجود آهن.

**پوٺوهار**[1]: پاڪستان جي مختلف صوبن ۾ ڪيترائي مٿانهان پٽ آهن، جن مان پوٺوهار، پنجاب صوبي جو مٿانهون پٽ آهي. هي علائقو جهلم نديءَ جي ايرندي، سنڌو نديءَ جي اولهه، ڪالاچترا رينج (Kala Chitra Range) ۽ مرگلا پهاڙين جي اتر ۽ لوڻ رينج (Salt Range) جي ڏکڻ ۾ واقع آهي. اسلام آباد ۽ راولپنڊيءَ جا شهر به پوٺوهار جي هن پٽيءَ ۾ اچن ٿا. هيءَ سوئاني تهذيب (Soanian Culture) جي پٽي آهي، جنهن تي 23 کان 18 ق. م

تائين سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب (Indus Valley Civilization) جو به اثر هو. هن خطي ۾ اوائلي پٿر جي دور جا ڪيترا اهڃاڻ مليا آهن، جيڪي پنجن لکن کان ڏهه لک سال پراڻا ڄيا وڃن ٿا. هن ئي خطي ۾ دنيا جو قديم تهذيبي مرڪز ٽيڪسيلا به موجود آهي. ڪوهستان لوڻ ۽ اتر اولهه وارن جبلن جي وچ واري پوٺوهاري پٽ ۾ اٽڪ، راولپنڊي، ڪوهه مري، ڪهوٽا ۽ جهلم جا ضلعا اچي وڃن ٿا.

**پوٺوهار²**: تعلقي تنبي باگي ۾ هڪ ديهه جو نالو آهي.

**پوٺوهاري/ پوٺواري** (Pothwari) (ٻولي): پوٺوهاري (Pothohari) ٻوليءَ کي موجوده وقت ۾ پوٺواري (Pothwari)، پوٺوهاري (Pothohari)، ميرپوري (Mirpuri) يا اترين لهندا (Northern Lahnda) به چوندا آهن. پر هيءَ ٻولي عام طرح 'پوٺوهاري' ئي سڏي ويندي آهي. پوٺوهار، پاڪستان جو اهو علائقو آهي، جيڪو جهلم نديءَ جي اولهه ۾ ۽ چڪوال جي اوڀر ۾ واقع آهي ۽ ان ۾ راولپنڊيءَ جو موجوده ضلعو به اچي وڃي ٿو. اپرندي اولهه وارو جابلو خطو، جهلم جو اپرندو پاسو ۽ سالٽ رينج جو ڏکڻ وارو علائقو پوٺوهار ۾ شامل آهن. هيءَ ٻولي سموري راولپنڊي ضلعي ۾ ڳالهائي وڃي ٿي، پر اتر واري جابلو خطي ۾ ڳالهائي ويندڙ پوٺواري کي 'پهاڙي' به چوندا آهن. ساڳئي وقت هيءَ ٻولي جهلم ۽ چڪوال تعلقن جي اپرندي حصي ۾ ۽ پنڊ دادن خان تعلقي ۾ به ڳالهائي وڃي ٿي. هيءَ ٻولي جمون ۽ ڪشمير ۾ به ڳالهائي وڃي ٿي. هيءَ ٻولي پنجابيءَ کي ويجهو آهي ۽ اڪثر پهاڙي، پوٺوهاري سڏبي آهي، جنهن جا ڊنڊي ڪيرالي (Dhundi-Kairali)، چڀالي (Chibhali)، ميرپوري، جهلمي، پنڊيوالي ۽ پُونڇي لهجا آهن. هيءَ ٻولي هند- يورپي، هند- ايراني، هند- آريائي، اترئين خطي جي پهاڙي زبانن جي خاندان مان آهي. هيءَ ٻولي نستعليق خط ۾ لکي وڃي ٿي. هيءَ ڪشمير جي ٻيو نمبر وڏي زبان آهي.

**پوٺِي**: بار بردار ۽ لاڏُو وهٽ، اُٺ يا ڏِڳي چڙهيءَ يا بار برداريءَ لاءِ سيڪاريل يا وَهُو ڪيل هجي، ان کي پوٺِي چئبو آهي. جَڙو وهٽ ٺهڪو ٿيندو آهي ۽ پٺيءَ تي هٿ رکڻ نه ڏيندو آهي. ان کي هرڻ، ڏِڳي ڳاڏيءَ يا اُٺ جي پاڪڙي کان سواءِ اَهنڍ پلاڻ ڏئي، هلائي يا مٿس چڙهي ڪري هيرائبو آهي. اهڙي وهٽ کي هٽ- هيرو، پوٺي يا پوٺيڙو چوندا آهن.

**پوپ**: پوپ (Pope) عيسائين جو اعليٰ روحاني پيشوا هوندو آهي. عيسائين جي روحاني پيشوائن ۾ پهرين بشپ (Bishop)، پوءِ ڪارڊينل (Cordial) ۽ آخر ۾ پوپ (Pope) چونڊبو آهي. سڄيءَ دنيا جي عيسائين جو پوپ هڪ ئي هوندو آهي. سورهين صدي عيسويءَ جي وچ ڌاري رومن ڪئٿولڪ ڪليسا جو قائم ٿيل سرشتو 'نشاط ثانيه'/ نئين جاڳرتا (Renaissance) جي زور وٺڻ ڪري ڏُڏي رهيو هو. ڪليسا اڳي ئي اندروني بدعنوانين جي ڪري ڪمزور ٿي چڪي هئي، ان ڪري محسوس ٿي رهيو هو ته اها 'نئين سجاڳي' جي سٽ نه سهي پٽ اچي پوندي.

عيسائين جا اڄ تائين 16 پوپ چونڊجي چڪا آهن.

**پوپ بينيڊيڪٽ** (16هون پوپ): عيسائين جي موجوده روحاني پيشوا، پوپ بينيڊيڪٽ 16 آهي، جنهن جو اصل نالو جوزف الوائس ريٽزنگر آهي. هي رومن ڪئٿولڪ فرقي سان واسطو رکي ٿو سندس جنم 16 اپريل 1927ع تي جرمنيءَ جي شهر بَواريا ۾ ٿيو هن جو پيءُ جوزف ريٽزنگر 'سِينئر' جرمنيءَ جو رهاڪو هو ۽ سندس ماءُ ماريا 'سائوٿ ٽائرول' (اٽلي) جي رهواسڻ هئي. پوپ بينيڊيڪٽ جي بپتسمي جي رسم سندس جنم ڏينهن تي ادا ڪئي وئي هئي.



هن پنجن سالن جي عمر کان ميونخ يونيورسٽيءَ جي مذهبي درسگاهه ۾ تعليم وٺڻ شروع ڪئي. 1941ع ڌاري هٽلر جي حڪومت دوران 14 سالن جي عمر ۾ ڪيس فوج ۾ زوريءَ شامل ڪيو ويو ڇو ته ان وقت اهڙو قانون لاڳو هو. 1943ع ۾ هن مڪمل فوجي مشقون سکي ورتيون. 1945ع ۾ ٻي مهاڀاري لڙائيءَ دوران ڪيس آمريڪي فوج گرفتار ڪري، جنگي قيدي طور هڪ ڪئمپ ۾ قيد رکيو. جنگ جي خاتمي کان پوءِ ڪيس ٻين سان گڏ آزاد ڪيو ويو. 1951ع ۾ هن پنهنجي ڀاءُ سان گڏجي گرجا گهر ۾ مذهبي تعليم ڏيڻ شروع ڪئي. 1953ع ڌاري هن سينٽ آگسٽائين جي مذهبي فلاسافيءَ تي مقالا لکيا. 1957ع ۾ مذهبي تعليم مڪمل ڪيائين. هي 1958ع ۾ 'فريزنگ ڪاليج'، 1959ع ۾ 'بون يونيورسٽي' ۽ ان کان پوءِ ٻين ڪيترين يونيورسٽين ۾ پروفيسر رهي چڪو آهي.

جيئن ته هي اڳوڻي پوپ جان پال کي نهايت ويجهو رهيو ان ڪري سندس وفات کان پوءِ ڪيس، 19 اپريل 2005ع تي 78 سالن جي عمر ۾ پوپ چونڊيو ويو ۽ 27 اپريل 2005ع تي هن اٽليءَ جي وئٽيڪن سٽيءَ جي گرجا گهر ۾ مذهبي تقريب دوران پنهنجو نالو 'پوپ بينيڊيڪٽ 16' رکڻ جو اعلان ڪيو.

**پوپٽ¹**: رنگ برنگي پرن واري هڪ اُڏامندڙ جيت جو قسم آهي، جيڪو گلن تي اُڏامي، گلن جو رس چوسيندو آهي. پوپٽ جي نسل جا قسم هڪ لک جي لڳ ڀڳ آهن. پوپٽ جا پَرَ تمام نازڪ هوندا آهن. هن جي پرن تي سج جي روشنيءَ جي ڪري مختلف رنگ ڏسڻ ۾ اچن ٿا. پوپٽ گلن جو رس چوسيندو آهي. پوپٽ جي وات ۾ ننڍڙيون نليون ٿينديون آهن، جن سان هو جيت به کائيندو آهي. رات جي پيٽ ۾، پوپٽ ڏينهن جو گهڻو گهمندي ڦرندي نظر ايندو آهي. پوپٽ سڄي سال ۾ موجود هوندو آهي، پر خاص طرح بهار جي مند ۾ پيدا ٿيندو آهي ۽ گلن مٿان اڏامندو رهندو آهي.



پوپٽ جي جسم ۾ ٻارهن پاڳا ٿيندا آهن. هن جيت کي ڇهه ننڍڙيون اکيون ٿينديون آهن. آنن مان ڦٽڻ مهل پوپٽ جا ٻچا سُونهڻ جهڙا ڏِگها ۽ گول ٿيندا آهن، جيڪي پنن تي گذران ڪندا آهن. پوپٽ پنهنجي حياتيءَ ۾ ڪيترائي ڀيرا کلون لاهيندا آهن. جڏهن اُهي وڏي ويندا آهن، تڏهن ڪائڻ جڙي ڏيندا آهن ۽ سندن رنگ گم ٿي ويندو آهي. اهي سست ۽ موڳا ٿي پوندا آهن. پوءِ ڪي پاڻ کي ٻج سان اٽڪائي، ابتو ٽنگي ڇڏيندا آهن ته ڪي ٻُٽ تي پَٽ جهڙي تند ويڙهي پاسيرا لڙڪي پوندا آهن. انهيءَ آرام واري حالت اندر، پوپٽ کي کنڀ، سڱ، مچون ۽ ٻيا عضوا نڪرندا آهن. اهي سڀ ڳُتيا پيا هوندا آهن، جي پوءِ کُلندا آهن ۽ نيٺ ڪل جو پڙدو ڦاڙي اُڏامي نڪرندا آهن.

هنن جا ڪجهه قسم گروهن جي شڪل ۾ سفر ڪن ٿا ۽ سرديءَ کان بچڻ لاءِ ترڪ وطن (Migration) ڪري هزارين ميل ڏور به هليا ويندا آهن.

**پوپٽ**[2]: ڪنن ۾ پائڻ لاءِ هڪ قسم جو ڳهه. جيڪو سنڌ ۾ ڀين سماٽ ذاتين سان ڳاٽ، گهڻو ڪري سومرا ۽ هندو مينگهواڙ به پائيندا آهن. پوپٽ ڳهه چانديءَ مان به جڙندا آهن. جن جو نمونو به پوپٽ (طوطي) جيان ٿئي ٿو. جيئن ته هن ڳهه سان سنڌ جي هڪ لوڪ ڪهاڻي به مشهور آهي، جنهن جو هڪ اهم ڪردار "طوطو" (پکي) آهي. ڪهاڻيءَ جو مکيه ڪردار پيڻءَ سيڪاريو، هڪ پوپٽ (طوطو) پاڻ سان وٺي شهر 'پٽڻ' پهتو، جتي 'نبن' مُلڪ پٺي هلايو. نبن ٺهيم جڏهن پيڻءَ سيڪاريو کي مارڻ جو ارادو ڪيو ته اها خبر پوپٽ (طوطي) کي پئجي وئي. جنهنڪري نبن ٺهيم پوپٽ کي ڏڪ هنيو پوپٽ زخمي حالت ۾ پيڻءَ سيڪاريو جي ماءُ جي ڪن تي ويهي ڪجهه ٻوليندي، اتي ئي مري ويو. پيڻءَ جي ماءُ پوپٽ جي انهيءَ وفاداريءَ کي ياد ڪرڻ ۽ نسل در نسل منتقل ڪرڻ لاءِ نج چانديءَ جو پوپٽ ٺهرايو، جنهن جي شڪل انهيءَ طوطي جهڙي هئي. اهو ڳهه ٽري عورتون به پائين. جو ته پوپٽ ٽريءَ ۾ طوطي کي چوندا آهن. انهيءَ کان پوءِ سومرن ۾ پوپٽ پائڻ جو رواج پيو ۽ اهو رواج اڄ سوڍو سومرن ۾ قائم آهن.

پوپٽ (ڳهه) جي اڳوڻي صورت هاڻي گهڻو ڪري ساڳي نه رهي آهي. تڏهن به ان جي صورت سان ملندڙ جلندڙ آهي. پوپٽ اهڙو ڳهه آهي، جنهن جو ذڪر سنڌ جون سورميون پنهنجي دل ۽ جان سان پنهنجن گيتن ۾ لوڪ انداز سان ڪنديون آهن.

**پوپٽ**[3]: تعلقي ڊگهڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو آهي.

- پوپٽ پرت جو هڪ قسم به آهي جنهن ۾ پوپٽ جي شڪل جهڙي ڊزائين ٺهندي آهي.
- ڪنيرن جو ٽانوَن تي ڪڍيل هڪ قسم جو جڪ به 'پوپٽ' سڏبو آهي.




**پوپٽ جهڙا گيت** (ڪتاب): ٻاراڻي شاعريءَ تي مشتمل دلچسپ شاعريءَ جي هن ڪتاب جو ليکڪ ڊاڪٽر ادل سومرو آهي. هن مجموعي ۾ مختلف موضوعن تي ٻارن لاءِ شاعري ڪيل آهي. هن ڊيمي سائيز ڪتاب جي قيمت 6 رپيا ڄاڻايل آهي ۽ مارئي ڪتاب گهر طرفان 1986ع ۾ ڇپايل آهي.

**پوپٽي**: اڏامندڙ جيت جو هڪ قسم.

- پرت جو هڪ قسم.
- 'پوپٽي هٽڻ' ناچ جو هڪ اصطلاح به آهي، جنهن موجب ناچ ڪرڻ وقت ڇپن مان هڪ خاص قسم جو آواز ڪڍيو ويندو آهي.



**پوپٽي هيرانندائي**: سنڌي ٻوليءَ جي ناميارو ڪهاڻيڪار، ناول نگار، نقاد، اسڪالر، شاعره ۽ يگاني شخصيت جي مالڪ، پروفيسر پوپٽي هيرانندائي، 17 سيپٽمبر 1924ع تي حيدرآباد سنڌ ۾ رامچند هيرانندائيءَ جي گهر ۾ ڄائي. هن جو تعلق حيدرآباد جي عامل خاندان سان هو. هوءَ جڏهن ڏهن سالن جي هئي ته سندس پيءُ گذاري ويو. ڪنڊن مل گرلس هاءِ اسڪول حيدرآباد مان مئٽرڪ پاس ڪرڻ بعد ان ئي اسڪول ۾ هوءَ ماسترياڻي مقرر ٿي. صبح جو اسڪول ۾ ماستري ڪرڻ سان گڏ، شام جو هوءَ ڪاليج ۾ پڙهڻ لڳي. فارسي ۽ سنسڪرت ٻولين ۾ هن کي شروع کان ئي دلچسپي هئي. بي. اي جي امتحان ۾ هن انگريزي ۽ سنڌيءَ سان گڏ سنسڪرت ۽ هندي به ڪنئي. هن ننڍين ڀائرن ۽ ڀينرن کي اُوچ تي رسائڻ لاءِ پاڻ سان ڪيل وچن کي پاڙيندي سڄي حياتي اڪيلي گذاري ۽ شادي نه ڪيائين. هن کي شاديءَ ۾ سوديبازي پسند نه هئي. ورهاڱي بعد ڀارت هلي وئي ۽ ممبئيءَ ۾ ماستري شروع ڪيائين. 1960ع ۾ نيشنل ڪاليج باندرا ۾ سنڌي پڙهائڻ لاءِ مقرر ٿي، پر ساڳئي وقت هوءَ ڪامرس ڪاليج چرچ گيٽ ۾ به پارٽ ٽائيم پروفيسر هئي. پروفيسر جي عهدي تان ئي رٽائر ڪيائين.

پوپٽي هيرانندائيءَ هندستان ۽ هندستان کان ٻاهر ڪافي دنيا گهمي ڏٺي. سنڌي ٻوليءَ، ساهت، راڳ ۽ نرت جي پروگرامن، سماجي گڏجاڻين ۽ ڪانفرنسن ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ هوءَ ڀارت جي مختلف شهرن گانڌي ڌام، احمد آباد، جئپور، اجمير، اندور، اُجين، ڀوپال، جهوناڳڙهه، لکنو ڪانپور، ڪلڪتي، بئنگلور ۾ ويندي رهي. هندستان کان ٻاهر به ڪيترن ملڪن، جهڙوڪ: سينگاپور، هانگ ڪانگ، بئنڪاڪ، جاپان، ملائيشيا، انڊونيشيا، انگلنڊ، فرانس ۽ ڪئنري بيٽ وغيره جو سفر پڻ ڪيائين. پوپٽي هيرانندائي سنڌيءَ جي تيز رفتار ليکڪائن ۾ شمار ٿيندي هئي. سندس قلمي ڪاوشن جو تفصيل هن ريت آهي:

**ڪهاڻين جا مجموعا:** (1) رنگين زماني جون غمگين ڪهاڻيون (1953ع)، (2) پڪار (1953ع)، (3) ڪلي گلاب جي، ساغر شراب جو (1967ع)، (4) مون تو کي پيار ڪيو (1975ع، 1984ع ۽ 1991ع: ٽي ڇاپا)، (5) شهناز (1973ع)، (6) خزان جو دؤر پورو ٿيو (1976ع)، (7) زندگي نه ڪوتا، نه ڪهاڻي (1985ع)، (8) هُت توهين هِت اسين (1988ع)، (9) زندگيءَ جي ڦوٽڙي (1993ع)، (10) سرهي مشڪ (ننڍيون ڪهاڻيون: 1996ع)، (11) پوپٽي ني شريست ڪهانيان (مراٺيءَ ۾ ترجمو ٿيل ڪهاڻيون: 1983ع)، (12) ڪفن ڊهڪي زندگي مين (هندي ۾ ترجمو ٿيل ڪهاڻيون: 1985ع)، (13) Coward (انگريزي ۾ ترجمو ٿيل ڪهاڻيون: 1987ع)، (14) چونڊ سنڌي ڪهاڻيون (ترتيب: هيري شيوڪاڻيءَ سان گڏ 2001ع).

**ناول:** (1) منجو (1950ع)، (2) حسرتن جي تربت (1961ع)، (3) جيءَ ۾ جهوري، تن ۾ تات (1966ع)، (4) سيلاب زندگيءَ جو (1981ع 1982ع ۽ 1996ع: ٽي ڇاپا).

**مضمونن جا مجموعا، تحقيقي ڪتاب ۽ آتم ڪٿا:** (1) هڪ پشپ پندرهن پنکڙيون (1962ع)، (2) ڀارت جي استري (1963ع)، (3) مان ڇا آهيان (ويدانيت جي سمجهاڻي)، (4) ڇرڻ ڇٽڪن جت ۾ (مضمون: 1971ع)، (5) زنده سا قوم رهندي (سنڌي مضمون: 1976ع)، (6) ٻولي منهنجي ماءُ (1977ع)، (7) روح سنڌي رچ، (8) پاشا شاستر (1962ع)، (9) سنڌي ساهت جي جهلڪ (1974ع)، (10) عزيز- شخص ۽ عالم (1978ع)، (11) سنڌي مسلمان ڪوين جي هنديءَ ۾ ڪوتا (1981ع)، (12). سنڌي ٻولي 1970ع، (13) شاهه: سنڌي تهذيب جو روح (1983ع)، (14). تنقيدي مضمون (1983ع)، (15) سنڌي ڪالهه ۽ اڄ (1985ع)، (16) ڏهن ڏينهن ۾ سنڌي سکو

(1977ع، 1982ع، 1984ع، 1985ع، 1991ع؛ پنج ڇاپا)، (17) سنڌي ريتون رسمون ۽ رواج (1998ع)، (18) سنڌي شادي، نرتيہ ناٽڪ (1988ع)، (19) سنڌي نرتيہ ناٽڪائون ۽ پڳت (2001ع)، (20) سنڌوءَ کان گنگا جمنا (خط، شعر، مضمون ۽ انٽرويو: 1991ع)، (21) راڻي پدمڻي (ناٽڪ: 1984ع)، (22) سنڌي هستيون (1980ع)، (23) ماڻڪ موتي لال (شخصيتون: 1993ع)، (24) منهنجي حياتيءَ جا سونا روپا ورق (آتم ڪٿا: 1981ع، 1982ع، 1992ع، 1993ع، چار ڇاپا)، (25)(1980) Sindhi's- The Scattered Treasure، (26) ڏاهي مَ ٿيان (مضمون: 2001ع)، (27) History of Sindhi Literature (1984ع)، (28) شاهہ لطيف جا سورما ۽ سورميون، (29) سچ ٿا مرد چون (1997ع).

**شاعري:** (1). روح سنڌي رچ (شاعري: 1976ع)، (2). مان سنڌڻ (1982ع)، (3). دن هينان دهلي، (4).(I Belong to Island (Poetry).

**ترجما:** (1) شريمند ڀاڳوت (انگريزيءَ مان ترجمو: 1961ع: پنج ڇاپا)، (2) ڪبير (انگريزيءَ مان ترجمو: 1966ع)، (3) وويڪانند جي جيوني (هنديءَ مان ترجمو: 1963ع)

پوپٽي هيرانندائي ڪهاڻيڪار، ناول نويس، شاعر، ناٽڪ ڪار ۽ محقق طور مشهور آهي. سندس ڪهاڻيون ڏاڍيون سگهاريون آهن. ناول ۽ ڪهاڻي سندس من پسند موضوع آهن، پر پوپٽيءَ لسانيات ۾ بہ پنهنجا جوهر ڏيکاريا آهن. ”ياشا شاستر“ ڪتاب هن 1962ع ۾ تڏهن لکيو هو جڏهن سنڌيءَ ۾ لسانيات جي باري ۾ نہ هئڻ جي برابر مواد موجود هو ادب ۽ لسانيات تي سندس ٻيا بہ ڪتاب آهن. جهڙوڪ: (1) سنڌي ٻولي، (2) ٻولي منهنجي ماءُ، (3) هسٽري آف سنڌي لٽريچر وغيره آهن.

پوپٽي سنڌيءَ جي بيباڪ ليکڪا رهي آهي. الهاس ننگر ۽ ممبئيءَ جي ادبي ڪلاسن ۾ توڙي ڪانفرنسن ۽ سيمينارن ۾ شرڪت دوران بيباڪي سان تنقيد ڪرڻ کان ڪڏهن نہ ڪيٻايائين. هند ۾ سنڌي ٻوليءَ کي قومي ٻوليءَ طور تسليم ڪرائڻ لاءِ هليل تحريڪ جي اڳواڻن مان هڪ هئي. اکل ڀارت سنڌي ٻولي ساهت سڀا سان آخر تائين لاڳاپيل رهي. ناٽڪن ۽ سنڌي ثقافتي پروگرامن ۾ گهڻو حصو وٺندي رهي. پڳونتي ناواڻيءَ کان سنڌيت جا ڪلام ڳارائڻ ڪانسواءِ انيلا سندر کان ”سنڌيت جي سرهاڻ“ سنگيت پلي ڪرايائين. ڀهرئين پيار ۾ ناڪاميءَ کان پوءِ سڄي عمر شادي نہ ڪيائين. مردائي سماج جي ٿيندڙ هر وار جو مقابلو ڪيائين. بيمارين جو آماجگاهہ رهي، ڪيترائي آپريشن ڪرايائين، پر قلم جو ساٿ نہ ڇڏيائين. پوپٽيءَ جي زندگيءَ تي ڪونج خاص نمبر (1975) ڪڍيو ۽ جگديش لڇاڻيءَ ۽ منوهر بيديءَ سندس شخصيت تي ريڊيو ٽي، وي اسڪرپٽ 'پوپٽي، پو- ڦٽي' (1990ع) شايع ڪيو. پوپٽيءَ کي ادبي خدمتن تي ڪيترائي اوارڊ ۽ انعام مليا، جن مان ڪجهہ اهم هن ريت آهن. (1) ساهتيہ اڪادمي اوارڊ (1982ع) آتم ڪٿا تي، (2) ادبي خدمتن تي ”گرو پرسڪار“ (1990ع) مهاراشٽر حڪومت پاران، (3) اکل ڀارت سنڌي ٻولي ساهت سڀا پاران ”هڪ پشپ ۽ پنج پنکڙيون“ ڪتاب تي اوارڊ (1998ع)، (5) انٽرنيشنل لطيف اوارڊ (1990ع)، سدائين گڏ سنڌي ايسوسيئيشن پاران، (6) سنڌي نورتن (1993ع) سنڌي ڪلچرل ايسوسيئيشن ممبئيءَ پاران.

**پوپ جاهن پال:** پوپ جاهن پال، السانڊرو فارنيس ٽسڪينيءَ جي هڪ معزز گهراڻي ۾ 1468ع ۾ جنم ورتو. روم ۾ تعليم پرائڻ کان پوءِ فلورنس ۾ وڃي لارينزو دي مئگنيفيشنٽ جي دربار ۾ تعليم حاصل ڪيائين. هي مذهبي طور هڪ غير پيشيور ماڻهو هو. ان هوندي بہ کيس 1493ع ۾ ڪارڊينل جو عهدو ڏنو ويو. هي 1509ع ۾ پارما جو بشپ بڻيو. پنهنجي دور جي رسم رواج مطابق مستقبل جو هي پوپ، اٽليءَ جي شهزادن وانگر زندگي گذاريندو هو.



هن روم جي هڪ خوشحال گهراڻي جي عورت سان شادي ڪئي، جنهن مان کيس چار ٻار ٿيا. پر بشپ هئڻ واري دور ۾ منجهس هڪ روحاني تبديلي اچي وئي. ان ڪري هن پنهنجي گهرواريءَ کان 1513ع ۾ پاسيرو ٿي پنهنجو سمورو ڌيان ڪليسائي معاملن تي ڏنو. هو جون 1515ع ۾ باقاعدي پادري مقرر ٿيو ۽ پوءِ هن زندگيءَ جو مقصد چرچ ۾ سڌارا آڻڻ بڻائي ڇڏيو. هو آڪٽوبر 1534ع ۾ پوپ چونڊيو ويو.

پوپ چونڊجڻ سان ئي هن آڪٽوبر 1534ع ۾ ڪليسا جي جنرل ڪائونسل جي اجلاس گهرائڻ ۽ ڪليسا ۾ تڪڙن سڌارن آڻڻ جي ارادي جو اعلان ڪيو. انهيءَ زماني ۾ ڪليسا جي سامهون بہ وڏا مسئلا هئا: (1) رومن ڪئٿولڪ چرچ ۽ پروٽيسٽنٽ چرچ جي اختلافن سبب يورپ ۾ پيدا ٿيل جهيڙي کي ختم ڪرڻ ۽ (2) چرچ اندر پيدا ٿيل زهريلين بدعنوانين جي پاڙ پٽڻ.

انهن ٻنهي مسئلن کي منهن ڏيڻ لاءِ پوپ پال ڪافي ڪوششون ڪيون، پر اهي ناڪام ٿيون، جنهن سبب پوپ پال ڪافي مايوس ٿيو. پر هن همت نہ هاري. نيٺ 1545ع ۾ اسيمبليءَ جو اجلاس ڪوٺائڻ ۾ ڪامياب ٿيو. اهو اجلاس اتر اٽليءَ جي ٽرينٽ شهر ۾ ٿيو. هن اسيمبليءَ کي، جنهن کي ”ٽرينٽ جي ڪائونسل“ سڏيو ويو، ان ابتدا ۾ پنهنجون گڏجاڻيون جاري رکيون، پر جنگ لڳڻ سبب اُن جون گڏجاڻيون ويهن سالن تائين ٿي نہ سگهيون. پال ابتدا وارن اهم اجلاسن جي صدارت ڪئي. اها ڪائونسل پنهنجن فيصلن جو اعلان 1563ع کان اڳ ڪري نہ سگهي. نيٺ هن گهڻي گرما گرم بحث مباحثي کان پوءِ هڪ هئي پنيان فرمان جاري ڪري پنهنجن فيصلن جو اعلان ڪيو. پوپ پال 1549ع ۾ وفات ڪئي. ڪائونسل جي فيصلن جو اعلان سندس دور ۾ نہ، پر 1963ع ۾ نئين پوپ جي ڏينهن ۾ ٿيو. انهن فرمانن مطابق ڪئٿولڪ مذهبي نظريو نئين سر جوڙيو ويو. چرچ جي عهدن تي مقررين جي طريقي ۾ انقلابي تبديلي آندي وئي ۽ مذهبي فرضن ۽ تربيتن بابت وسيع سڌارن جو اعلان ڪيو ويو. ڪائونسل جي گڏجاڻين ۾ سڀ کان وڏيڪ اختلاف ان ڳالهہ تي ٿيو تہ چرچ کي پروٽيسٽنٽ جي حمايت ڀيهر حاصل ڪرڻ گهرجي يا ٻنهي، پروٽيسٽنٽن ۽ رومن ڪئٿولڪ ڪليسائن جي وجود کي دائمي طرح تسليم ڪجي. پوپ پال ٻنهي ڪليسائن جي دائمي جدائيءَ کي مڃڻ تي زور ڏنو هو، ان ڪري نيٺ ٻنهي چرچن جي جدائيءَ کي ئي تسليم ڪيو ويو.

**پوپرائي:** ”تحفة الکرام“ ۾ مير علي شير قانع ٺٽويءَ پوپرائي ڳوٺ جو هن طرح ذڪر ڪيو آهي: ”پراڻ درياهہ جي پرسان موجود ڳوٺن ۾ پوپرائي ڳوٺ مشهور آهي. درس آچر لوريڙو ذات جو هڪ آڳاٽي سمي جو بزرگ، پوپرائي ڳوٺ ۾ آرامي آهي.“

**پوپرو:** مڇيءَ جو هڪ قسم آهي. هي مڇي سفيد چلرن سان ٿيندي آهي، هن کي ست پر ٿيندا آهن. هن مڇيءَ جو وات ننڍو ٿيندو آهي ۽ ان جو قد اڌ فوٽ کن ٿئي ٿو.

**پوپري**[1]: ڪٽڪ (اَن) جو هڪ قسم، جنهن کي 'پوپري' سڏبو آهي.

**پوپري**[2]: ننڍڙين مڇين ۾ خوبصورت جسامت واري، ڏسڻ ۾ ٺاهوڪي، کائڻ ۾ لذت واري، سفيد چانديءَ وانگر چمڪندڙ مڇي ٿئي ٿي، جنهن جي ٿولهه هڪ ٻه انچ، ويڪر ٻه ٽي انچ ۽ ڊيگهه وڌ ۾ وڌ فوٽ کن ٿيندي آهي. هيءَ مڇي ڏسڻ ۾ پلي جهڙي هوندي آهي. جيتوڻيڪ هيءَ مڇي ننڍي آهي، پر هن جو ماس وڏي موراکيءَ يا ڪُرڙي جهڙو پڪو ۽ سواد وارو هوندو آهي. هن جا چلر اَڇا چلڪڻا، ننڍي پلي جي چلرن جيترا ٿيندا آهن. پوپريءَ ۾ ڪنڊن جي گهڻائي نه هوندي آهي، تنهنڪري ماڻهو ان کي سُهڻائيءَ جي تشبيهه طور ورجائيندا آهن ته لوڪ گيتن ۾ به "پوپريءَ" جو ذڪر ايندو آهي. خوشنما رانديڪي جهڙي هيءَ مڇي، سنڌو درياهه ۽ وڏي مٺي پاڻي جي ڍنڍن ۾ به جام ٿئي ٿي.

**پوپري**[3]: پُتلي، ڪاٺ جي گُڏي، جنهن سان راجستان جا نٽ ۽ بازيگر پتلين جو تماشو ڪندا آهن. سنڌ ۾ ان تماشي کي "پتلين جو ناچ" چوندا آهن. انهيءَ لحاظ سان سهڻي گُڏيءَ جهڙي عورت کي به پُتلي يا پوپري چوندا آهن. پتليءَ جي هڪڙي ڪيل/گيت ۾ وري وري هيٺين وراڻي دهرائي ويندي آهي ته:

پوپري ڙي پوپري، تو کي ڪير ماري!
گُلو ڏير ماري.

**پُوپري/ پوپڙي:** اهو ممڪن آهي ته هي دنيا جو پهريون ساز هجي، جيڪو انسان پنهنجي ذهني ڪوشش سان ٺاهيو هجي. هڪ ويڪري ۽ سگهاري ٻن (مثلا: جوئر وغيره جي ٻن) جي هڪ پاسي کي ڏانديءَ کان الڳ ڪري ويڙهي وٽي پوپري ٺاهبي آهي. هن پوپري جو منهن وارو پاسو وچ کان ٿورو ويڪرو ۽ پرپچڙ کان ٿورو سوڙهو ٿيندو آهي. پوءِ سوڙهي پاسي کي وات ۾ وجهي چپترو ڪبو ته سوڙهو ٿيندو. وات ۾ وجهي ڦوڪ ڏبي ته آس جو آواز نڪرندو. جو توتريءَ وانگر ٿئي ۽ ساڳيءَ ريت وڄي يا ان ۾ ڦيرڦار به ٿئي.

سيٽي، توتري، پوپري، اهي ڦوڪ جا بنهه ابتدائي ساز سمجهه ۾ اچن ٿا. پر هنن جو وجود بقادار نه هئڻ ڪري انهن جي ڪا باقيات نه بچي آهي. پر اهو اندازو ڪري سگهجي ٿو ته پوءِ وارا پَورين نالين وارا ساز جيڪي ڪانن، ڪاٺ، هڏيءَ وغيره مان ٺهيا ۽ جن مان ڪن جا آثار به مليا آهن، سي هن قديمي ۽ سادڙي ساز مان نسريا هوندا.

هي سڀ ساز اڄ به ٻهراڙين جا ڏنار ۽ هاري ناري شغل ۽ اڪيلائيءَ جي وندر لاءِ استعمال ڪن ٿا. سيٽيءَ کان سواءِ توتڙي ۽ پوپڙي تي سُر آلاپڻ مشڪل آهي. البت انهن جي هڪ صورت شهنائي، مرلي وغيره يا ڪن پردي وارن سازن ۾ موجود آهن ۽ انهن سازن جي اهم جز طور استعمال ٿين ٿا.

**پوپ گريگوري** (1020-1085ع): پاپائيت ۾ مڪيه سڏارا آڻڻ واري مرڪز ۾، ٽيهه سال خدمت ڪرڻ کان پوءِ هائيلڊ برانڊ بونيزو، گوريگو سٽين جي نالي سان پوپ ٿيو. هو تاريخ جو سچ پچ هڪ اهڙو ڊرامائي ڪردار هو، جنهن پوپ جي عهدي جو مان ايترو ته وڌائي ڇڏيو، جنهن جو ان کان اڳ ڪو مثال ڪونه ٿو ملي. ڪينوسا جي تاريخي جنگ کان پوءِ، يورپ جي وڏي ۾ وڏي حاڪم مجبور ٿي هن اڳيان گوڏا ڪوڙيا.

هائيلڊ برانڊ بونيزو هڪ غريب لومبارڊ ڊڪڻ جو پٽ هو ۽ ترقي ڪري ٽيهن سالن جي ڄمار ۾ پوپ گريگوري 4 جو سرڪاري پادري مقرر ٿيو انهيءَ زماني ۾ پاپائيت جي حيثيت هيڻانهين هئي. جيئن ته پوپ کي روم جو عوام ۽ پادري چونڊيندا هئا، تنهنڪري ان عهدي تي گهڻو ڪري چرچ جي وفادار ماڻهن بدران چالاڪ رومي سياستدان چونڊجي ايندا هئا. چرچ کي سڌارڻ جي ضرورت هئي. عظيم شهنشاهه هينري III ان ۾ سڌاري جو ذمو ڪنيو شهنشاهه سڌارا آڻڻ لاءِ چار پوپ مقرر ڪيا. انهن مان عظيم ترين پوپ ليو (1049-1054ع)، سڌارا آڻيندڙ ڪارڊينل مقرر ڪيا. هن هائيلڊ برانڊ بونيزو کي، جيڪو اڃا تائين آرڪ ڊيڪن هو مٿي آڻي پاپائيت جي انتظامي سرشتي ۾ شامل ڪيو. ليو روم ۾ ساليانيون ڪانفرنسون سڏائڻ شروع ڪيون، جن جا فرمان صوبائي ۽ مذهبي ڪائونسلن وسيلي، سڄي يورپ ۾ لاڳو ڪيا ويندا هئا.

آرڪ ڊيڪن هائيلڊ برانڊ بونيزو جي صلاح تي نڪلوس، ڪارڊينلن جي ڪاليج وسيلي پوپ جي چونڊ جو سرشتو شروع ڪيو جنهن مطابق روم جي سياستدانن کان چونڊن ۾ بيهڻ جو ۽ شهنشاهه کان امين ٿيڻ جو حق کسيو ويو هو اليگزينڊر 2، (1061-1073ع) مخالفت بدران حڪمت عمليءَ کان ڪم وٺي سڌارا آڻڻ جي ڪوشش ڪئي. هائيبل برانڊ انهيءَ تي ڪامڻ لڳو. جڏهن اڳيون پوپ وفات ڪري ويو، تڏهن روم جي عوام پوپ طور سندس جئڪار ڪئي ۽ هو هڪ ڳجهيءَ مجلس وسيلي پوپ چونڊجي ويو.

پوپ گوريگوري هڪ طرف بندرو، ٿلهو، سانورو ۽ ڏاڍو گدلو هو پر ٻئي طرف ڏاڍو لائق ۽ طاقتور هو. سندس ڏينهن ۾ پوپ ليو جو جاري ڪيل رومن ڪائونسلن ۽ صوبائي مذهبي ڪائونسلن وارو سرشتو وري بحال ڪيو ويو ۽ مذهبي خريد و فروخت، پادرين ۽ راهبائن جي شادين تي بندش وجهڻ جا سخت فرمان جاري ڪيا ويا. بعد ۾ گريگوري 1075ع ڌاري ڌمڪي ڏني ته جيڪڏهن ڪنهن به عام ماڻهو پادري واري عهدي کي خريدڻ لاءِ ڪا سيڙپ ڪئي ته ڪيس نيات مان ڪڍيو ويندو. اِهو چئلينج جرمن بادشاهه کي ڏنو ويو.

پوپ طرفان مذهبي نيات مان ڪڍڻ واري ڌمڪيءَ جي جواب ۾ هن وارمس جي مذهبي ڪائونسل سڏائي، جنهن اعلان ڪيو ته "گريگوري هاڻي پوپ نه رهيو آهي." گريگوريءَ انهيءَ جي جواب ۾ هينري کي مذهبي نيات مان ڪڍي ڪيس تخت تان لاهڻ جو اعلان ڪيو، جنهن ۾ چيو ويو سندس عوام اڄ کان پوءِ سندس تابعداري کان ڇٽل آهي. جرمن باغين پوپ کان، نئين بادشاهه چونڊڻ جي گهر ڪئي.

جنوري 1070ع ۾ پوپ اُتر طرف ويندي ڪنوسا ۾ جڏهن ساهي پٽڻ لاءِ ترسيل هو، تڏهن هينري هڪ توبهه تائيب ٿيندڙ شخص جي حيثيت ۾ وٽس آيو گريگوريءَ کي چڱي طرح ڄاڻ هئي ته بادشاهه کي ڇوٽڪاري ڏيڻ سان خود سندس پنهنجي سياسي حيثيت به جرمنيءَ ۾ ڪمزور ٿي ويندي، پر هن اِهو به ڄاتو ٿي ته ڪنهن پشيمان گنهگار تي رحم ڪائي ڪيس معاف ڪرڻ به سندس مقدس فرضن ۾ شامل هو ۽ هُو انهيءَ فرض کان ڪنڌ ڪڍائي نه ٿو سگهي. بادشاهه کي نيات مان ڪڍڻ وارو حڪم رد ڪيو ويو ۽ هو باغين

سان وڙهڻ لاءِ موٽي ويو. گريگوري هنهي ڏرين کي حڪم ڪيو ته هُئي ڪيس پنهنجو امين ڪري مڃين. جڏهن هينري انڪار ڪيو تڏهن ڪيس وري تخت تان لاٿو ويو. هُن 1080ع ۾ ريوبنيا جي آرچ بشپ کي ڪليمينٽ III جي لقب سان پوپ مقرر ڪيو.

ٽن سالن کان پوءِ هينري روم تي ڪاهه ڪري سينٽ پيٽرس جي ديول ۾ ڪليمينٽ کي پوپ طور مقرر ڪيو ويو. جنهن ڪيس شهنشاهيت جو تاج پارايو. گريگوري سينٽ اينگلو جي قلعي ۾ وڃي پناهه ورتي. هُن نارمن اڳواڻ رابرٽ گسڪارٽ کي ذليل ٿي مدد جي اپيل ڪئي، جو ته هو ان اڳواڻ کي به پوپ جون زمينون ڦهائڻ ڪري اڳي ئي نيات مان ڪڍي چڪو هو. نارمن فوجين پوپ جي مدد ڪئي. انهن روم کي پڻ ڏاڍي بيدردي سان لُٽيو. رومن، جيڪي گهڻي وقت کان پنهنجي پوپ جا وفادار هئا، سي ڦري سندس خلاف ٿي بيٺا. تنهنڪري گريگوريءَ کي پنهنجن ’نارمن محافظن‘ سان گڏ روم ڇڏي وڃڻو پيو. هُو 1080ع ۾ سالرنو ۾ هي لفظ چوندي وفات ڪري ويو: ”مون نيڪيءَ سان پيار ڪيو ۽ بدي کي ڌڪاريو تنهنڪري جلاوطنيءَ ۾ مران ٿو.“

جيتوڻيڪ گريگوريءَ جو موت هڪ ڏکوئيندڙ موت هو پر سندس فساد پيدا ڪندڙ ۽ سرڪش حڪمن وچين صدين واري پاپائيت جي عظمت جو بنياد رکيو هُو ڪنوسا چرچ جي اختيار جي اهڙي علامت بڻجي ويو جنهن کي عيسائي يورپ ڪڏهن به وساري نه ٿو سگهي. گريگوري7 واري دؤر، پاپائيت جو مان ۽ مرتبو وڌائي، ڪيس هڪ نئين حيثيت ڏياري ۽ ماضيءَ جي غلطين کي درست ڪرڻ لاءِ به انهيءَ دور ۾ گهڻو ڪم ٿيو.

**پوڄارڻ (ڪتاب)**: هي نوجوان شاعر حاجي ساند جي شاعريءَ جو ڪتاب آهي. جيڪو غزل، نظم ۽ گيت جهڙين صنفن تي ڪيل شاعريءَ تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جو مهاڳ نالي واري شاعر حليم باغيءَ لکيو آهي. روحل پبليڪيشن عمرڪوٽ پاران هيءُ ڪتاب اپريل 2004ع ڇپايو ويو. جلد پڪي سان، 152 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 130/= رپيا آهي.




**پوچ جو هنر**: پوچ جي هنر کي جيڪڏهن سينگار جو هنر سڏجي ته ڪو به وڌاءُ نه ٿيندو. جيئن سونارا مختلف زيورن جا گهاڙيٽا گهڙين ٿا، واڍا ڪاٺ مان ۽ لوهار لوهه مان ڪاريگريءَ جا ڪرتب ڏيکارين ٿا، تيئن ڪاتارو سُٽ ڪَتي ٿي ڪوري اُڻت ڪري؛ ان مان ڪا نه ڪا شيءِ ناهي ٿي پر پوچ ڪندڙ انهن مڙني شين تي پنهنجي ”پوچ“ ڪري سينگاري ٿو ۽ اڳي کان وڌيڪ زيبائتيون بنائي ٿو. پوچ ڪندڙ کي عام هولي ”پوئيندڙ“ چون. هن هنر ۾ جن شين جي ضرورت پوي ٿي، سي ڌاڳا، مڻيا، موتي، ڪلابات وغيره آهن. ”پوئيندڙ“ سٽ مان پهريائين تندون ڪڍي ٿو جن کي سريون چئبو آهي. انهن سرين کي وري هو جدا جدا قسمن جون ڳنڍيون ڏيندا آهن. ڪم هلندي عارضي بندش لاءِ ڍِلي ڳنڍ ڏيندا آهن. ٻن سرين کي ملائي جيڪا ڳنڍ ڏين ان کي چون ”ٻيڙ“ ڳنڍ چون. اهڙيءَ ريت ٽن سرين کي ”ٽيڙ“ ڳنڍ چون. سريون سوٽي يا ريشمي سُٽ جون مختلف هونديون آهن. جيڪي اڪثر ڏاتيليون به ڪم آڻين. سرين کي وٽي انهن تي گهربل ڳنڍيون ڏيڻ کان پوءِ پوچ جو ڪم ڪندڙ موتين ۽ مڻين جي انهن تي پوچ ڪندو آهي. سريون، ٽائيٽن، ماندرين، ٻانهن رڪين ۽ ٻين انيڪ زيورن تي پوچ جو ڪم ڪري انهن کي وڌيڪ زيبائتو ڪبو آهي، جيڪي عورتون ڳچيءَ ۾ پائين. ٻانهن رڪين تي پوچ ڪرڻ وقت هڪ بادام شڪل جو خال ڪري ان کي ٻنهي پاسن کان ڳنڍيون ڏبيون آهن. زيورن تي ”پوچ“ جي ڪم کان سواءِ ڳانين، ڳانڍين، واڳن، رسن، موڙن ۽ اڳٺن تي به ڪيو وڃي ٿو انهن تي ڌاڳن جي ٻٽن مٿان قطارن يا گلن جا چورس يا مستطيل شڪلين ۾ مڻيا ۽ موتي پرويا وڃن ٿا ۽ پوءِ مال جي ڳچيءَ ۾ سونهن لاءِ پاتا وڃن ٿا. اڳٺ ناهيندڙ هٿ جي وڃا سان اوڇي ۾ مختلف قسمن جون شڪليون رڪندا آهن ۽ پلاندن تي ڪلابات مڙهي پوءِ موتي ۽ مڻيا پوئيندا آهن. جيڪي چٽڪو ڪندا آهن. پوچ ڪندڙ پنهنجي هنر جي ڪمال ڪاريگري سرميداٽين، ڪانٽن، ڦٽين ۽ سوپارين تي موتي مڙهي ظاهر ڪندا آهن. اهڙي قسم جون شيون سوکڙيءَ طور ڪم ڏين ٿيون.


پوچ جو هنر

آڳاٽي وقت ۾ اڪين، نورن، رومالن ۽ بجڪن جي پلاندن تي ”گوندين“ سان پوچ ڪئي ويندي هئي. هنرمند جي هنر تي پوچ جو ڪم سينگار ڏئي ٿو.

**پوچر ڳوٺ**: ”تحفة الڪرام“ ۾ مير علي شير قانع ٺٽوي لکي ٿو ته: ”تصرپور جي سماواتي پرڳڻي جي جهونن ڳوٺن مان ڪاتيار ۽ ان جي ويجهو پوچر ڳوٺ تمام مشهور آهن. پوچر ڳوٺ ۾ درويش ۽ بزرگ تمام گهڻا رهائش پذير هئا. مخدوم عبدالحميد قادري پوچر ڳوٺ جي وڏي شخصيت هئي. هي پنهنجي وقت جو ڪامل درويش هو.“

**پوَرَ**: ڪپڙي تي ڇپائي ڪرڻ، ڇُرڪرڻ جي ڇاپن يا ڇپن کي ”پور“ چئبو آهي. اُهي پور، ٻهريا سرنهن جي ڪاٺ کي سنهين رنبين وسيلي، هلڪي نوڪ سان ڪوري ٺاهبا آهن. جن کي رنگ مان ٻوڙي ڪپڙي تي ڇپائي ڪبي آهي. ڇاپن جا ڪيترائي قسم ٿين ٿا، جن کي ڪارڪ، ڇَڪي، جليب، گنج، چلو ۽ ڪڪر وغيره سڏيو ويندو آهي. ڪپڙي جي ”ڇُر“ واري عمل کي لطيف سائينءَ به سُر سسئيءَ ۾ بيان ڪيو آهي:

چوريون ڇُرڻ سکيون، پنهون ڪيائون ’پور‘.

**پوراڇو**: تعلقي ميهڙ جي ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آهن:

ساهڙ خاصخيلي، پوراڇو جهتيال، وريام جتوئي، حسيب ڪوسو غلام نبي ڪوسو ڪريم بخش ڪوسو دين محمد مهيسر، دڙو شاهڻ، مبارڪ ڪوسو خميسر ڪوسو سومر ڪوسو ۽ درياڻي.

**پوران**: ”ماوراءُ النهر“ (وچ ايشيا) جي ڪيترن ئي قديم تاريخي شهرن، ڳوٺن، وسندين ۽ ماڳن جي احوال وانگر پوران جو به ڪنهن قديم تاريخ يا تذڪري ۾ ڪو به تفصيلي ۽ مستند احوال نه ٿو ملي. ”فيروز اللغات“

(فارسي) ۾ پوران بابت صرف ايتري وضاحت ڏنل آهي تہ هيءُ ايران جي قديم شهر "قنوج" جو نالو آهي. قنوج بابت ايران يا وچ ايشيا جي ڪنهن بہ تذڪري ۾ سراغ نہ ٿو ملي. البتہ قنوج هندستان ۾ واقع هڪ شهر جو نالو هو، جتي جو حاڪم راج پرٿيراج هو جنهن کي محمود غوريءَ شڪست ڏني هئي.

محمود الحسن صديقي پنهنجي پي. ايڇ. ڊي جي مقالي "سنڌ جي ارغونن ۽ ترخانن جي تاريخ" (انگريزي) ۾ "پوران" بابت لکيو آهي تہ: "پوران جو قديم شهر هرات جي اتر ۾ واقع آهي". انهيءَ ماخذ کي سامهون رکي پيرحسام الدين راشديءَ لکيو آهي تہ: "پوران شهر هرات جي ويجهو هڪ مردم خيز ڳوٺ هو سنڌ جا "ميرڪي سيد" اصل اتان جا هئا. ان ڪري اهي "پوراڻي سيد" جي نالي سان مشهور آهن. جيڪي شاهہ بيگ ارغون جي دور ۾ قنڌار ۾ ۽ پوءِ سنڌ ۾ بکر ۾ ٺٽي ۾ اچي آباد ٿيا.

**پوراڻي:** پوراڻي سيد سنڌ ۾ خاص بکر ۾ ۽ طور ٺٽي ۾ رهن ٿا. ارغونن جي دور ۾ سنڌن وڏو سيد جلال ابو سعيد شاهہ هرات جي "پوران" شهر کان لڏي ٺٽي اچي رهيو ۽ سندس پويان پوراڻي سڏجڻ لڳا.

**پوراڻي، جلال الدين بايزيد:** سيد جلال الدين بايزيد پوراڻي پنهنجي وقت جو وڏو عالم، عابد ۽ زاهد شخص ٿي گذريو آهي، جيڪو هميشہ زهد ۽ عبادت ۾ مشغول رهندو هو ۽ شريعت ۽ طريقت جو پابند هو سوالي ۽ عام ماڻهن جي جائز ضرورتن کي پوري ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو رهندو هو ڪيس جيڪڏهن ڪنهن معاملي بابت ڪنهن حاڪم ڏانهن رجوع ڪرڻو پوندو هو تہ پاڻ خود ان سان ملاقات ڪري اهو معاملو حل ڪرائيندو هو سندس دسترخاني تي هر وقت سوالي ۽ مهمان موجود هوندا هئا.

جلال الدين بايزيد بابت "نفحات الانس" ۾ لکيل آهي تہ: "ظاهري طور سندس ڪو بہ مرشد نہ هو يعني پاڻ "اويسي" هو هو اڪثر چوندو هو تہ: "جڏهن مون کي ڪا مشڪل درپيش ايندي آهي تہ ان کي حضور اڪرم ٻنهي جهانن جي سردار حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جن جي وسيلي دفع ڪندو آهيان" جلال الدين پوراڻي 10 ذوالقعد 862 هہ/ 19 سيپٽمبر 1458ع تي وفات ڪئي ۽ پوران شهر ۾ دفن ٿيو. وفات وقت هن بزرگ جي عمر 90 سال جي لڳ ڀڳ هئي. انهيءَ اندازي مطابق سندس ڄمڻ جو سن 773هہ/1371ع ٿئي ٿو سندس مزار تي ان وقت جي حاڪم سلطان حسين ميرزا بايقرا هڪ عاليشان مقبرو تعمير ڪرايو هو.

**پوراڻي، ميرڪ سيد تقي الدين محمد:** سيد تقي الدين، محمد بن عبدالاول جو ٽيون نمبر فرزند هو هن 17 ربيع الاول 1062هہ/ 17 فيبروري 1652ع ۾ جنم ورتو ان وقت ميرزا لعل بيگ مغل سرڪار پاران بکر جو فوجدار مقرر هو سيد تقي الدين پنهنجي سڄي زندگي پرهيزگاريءَ ۽ عبادت الاهيءَ ۾ گذاري، وڏو زاهد شخص هو پاڻ پنهنجي وڏن وانگر حد درجي جو سخي ۽ درياهہ دل انسان هو سندس درياهہ دليءَ ۽ سخاوت جي ڪري ئي کيس ان دور ۾ "حاتم آخر زمان" جي لقب سان ياد ڪيو ويندو هو ميرڪ تقي الدين درويشيءَ ۽ بزرگيءَ سان گڏ، وقت جي وڏن اميرن ۽ وزيرن سان چڱي ڏيٺ ويٺ رکندڙ هو سير ۽ سفر جو شوقين هو سير ۽ سفر دوران ملتان ۾ بہ ويو جتي شادي ڪيائين. هن بزرگ پهرين شوال 1135هہ/ 24 جون 1723ع ۾ وفات ڪئي. ڪنهن شاعر سندس وفات تي هي قطعہ تاريخ چيئي:

چون تقي الدين محمد زين جهان رحلت نمود
حق تعاليٰ داد ويرا جاي در الخلود
سال تاريخ وفاتش راهمي جستم ز عقل
"عقل گفتا فوت اورا يوم عيد فطر بود"

1135هہ

**پوراڻي، ميرڪ سيد عبدالاول الحسيني:** ميرڪ سيد عبدالاول حسيني پوراڻي، ميرڪ محمد عبدالله جو وڏو پٽ هو هن 17 صفر المظفر 1013هہ/ 7 جولاءِ 1604ع تي هندستان جي شهر الهہ آباد ۾ جنم ورتو ابتدائي تعليم الهہ آباد، لاهور ۽ آگري ۾ حاصل ڪيائين. چوجو ميرڪ عبدالاول اڃا هڪ سال جو مس هو تہ 1014هہ/ 1605ع ۾ سندس والد کيس لاهور وٺي آيو ۽ جڏهن پنجن سالن جو ٿيو تہ پنهنجي پيءُ سان گڏ 1018هہ/ 1609ع ۾ آگري ۾ اچي رهيو ان کانپوءِ 1033هہ/ 1623ع ۾ پنهنجي اباڻي وطن بکر اچي رهيو ميرڪ عبدالاول جي ابتدائي زندگيءَ بابت ڪو بہ صحيح ۽ مستند احوال نہ ٿو ملي. "ميرڪي ساداتن" جي قلمي ڪتابن مان صرف اهو معلوم ٿئي ٿو تہ هي اعليٰ فضيلتن جو مالڪ ۽ وڏو عالم هو کيس عربي ۽ فارسي زبانن تي دسترس حاصل هئي. سندس دسترخوان تمام ڪشادو هوندو هو.

هن لاءِ روايت آهي تہ پنهنجي وقت جو وڏو داناءُ ۽ سياسي معاملن ۾ وڏي ڄاڻ رکندڙ هو ميرصاحب جو مغل بادشاهن: شاهجهان ۽ اورنگزيب جي دور حڪومت ۾ وڏن ماڻهن، اميرن ۽ اڪابرن ۾ شمار ٿيندو هو ۽ بکر جي فوجدار ۽ گورنر وٽ بہ سندس وڏو مان هو هيءُ سکر جو "شيخ الاسلام" ٿي رهيو آهي، نواب مير يعقوب رضويءَ (ڪوٽائيءَ جو همعصر هو "ميرڪي سادات" جي خانداني قلمي نسخن مان اها خبر پوي ٿي تہ سن 1051هہ/1641ع ۾ ميرڪ عبدالاول کي شاهجهان بادشاهہ ديهہ ڪڏهڙي تعلقي روهڙيءَ ۾ گذران لاءِ جاگير جي سند ڏني هئي، جيڪا پوءِ اهليت جي عيوض سن 1071هہ/ 1660ع ۾ اورنگزيب بہ جنهن کي بحال رکيو ۽ ان ۾ ڪجهہ اضافو بہ ڪيو هو ميرڪ عبدالاول جي وفات 27 صفر المظفر 1093هہ/ 26 فيبروري 1682ع ۾ ٿي.

ميرڪ عبدالاول، سيد حسين بن عبدالله ترمذيءَ جي نياڻي بيبي شاهہ بيگم سان شادي ڪئي هئي، جنهن مان کيس ٽي پٽ: سيد محمد پوراڻي، سيد محمود پوراڻي، سيد تقي الدين محمد پوراڻي ٿيا، جيڪي پنهنجي وقت جا وڏا عالم ۽ اڪابر ٿي گذريا آهن. هن خاندان جو اولاد اڄ بہ روهڙيءَ ۾ رهي ٿو ۽ پوراڻي ساداتن جي نالي سان مشهور آهي.

**پوراڻي، ميرڪ سيد عبدالباقي:** ميرڪ عبدالباقي پوراڻي ولد ميرڪ محمود، پنهنجي پيءُ وانگر ميرزا عيسيٰ ترخان ۽ ميرزا باقيءَ جي زماني ۾ شيخ الاسلام جي عهدي تي فائز هو هيءُ وڏو عالم ۽ مختلف علمن ۽ هنرن ۾ بي مثال هو سندس آمدني گهٽ هئي، پر هر ايندڙ ويندڙ کي کاڌي پيتي کانسواءِ نہ ڇڏيندو هو ميرڪ عبدالباقي پوراڻي ٺٽوي، علم حڪمت، فلڪيات ۽ اقليدس ۾ ماهر هو مولانا عبدالخالق، هن کان ڪيترائي مشڪل سوال اچي حل ڪرائيندو هو هن تحرير اقليدس ۾ ڪجهہ نيون شڪليون ايجاد ڪيون، جيڪي عالمن وٽ قابل قبول آهن. شاعريءَ تي بہ وڏي دسترس رکندو هو هن 983هہ/ 1575ع ۾ وفات ڪئي.

**پوراڻي، ميرڪ سيد عبدالوهاب ٺٽوي:** مير عبدالوهاب بن ميرڪ بايزيد ٺٽي جي شيخ الاسلام ميرڪ محمود جو سڳو ڀائٽيو هو ۽ بکر مان هجرت ڪري اچي ٺٽي ۾ رهيو هن ميرزا شاهہ حسن ارغون، ميرزا عيسيٰ ترخان ۽ ميرزا محمد باقي ترخان جو سمورو زمانو ڏٺو. سندس مجلس هميشہ زنده دليءَ ۽ علمي ذوق سان سرشار هوندي هئي، شاعريءَ جي فن ۾ مهارت رکندو هو فقہ جي علم تي عبور هئس، ان ڏس ۾ 'جامع فتاويٰ پوراڻي' سندس تصنيف مشهور آهي. ميرزا شاهہ حسن کان جڏهن ميرزا ڪامران ابن بابر ميرزا سندس ڌيءَ ڪوچڪ بيگم جو رشتو گهريو تہ اهو بہ ميرڪ عبدالوهاب جي مشوري سان طئہ ٿيو هو پر ميرزا محمد باقي هڪ ظالم حڪمران هو جنهن پنهنجي اميرن مان قاضي خميسي نالي هڪ شخص کي ميرڪ عبدالوهاب جي قتل لاءِ مقرر ڪيو خميسي خان کي صلاح ڏني وئي تہ جڏهن ميرڪ عبدالوهاب عيدگاهہ مان عيدالفطر جي نماز پڙهي نڪري تہ کيس قتل ڪري ڇڏي. جڏهن ميرڪ عبدالوهاب عيد الفطر جي ڏينهن نماز پڙهي جماعت سان گڏ مڪليءَ کان شهر اچي رهيو هو تہ رستي ۾ ڪجهہ ماڻهن هن تي حملو ڪري کيس قتل ڪري ڇڏيو ساڻس گڏ سندس سئوٽ ميرڪ عبدالرحمان ولد ميرڪ محمود بہ مارجي ويو هيءُ واقعو 990 هہ/1582ع ڌاري پيش آيو

**پوراڻي، ميرڪ سيد محمد:** ميرڪ سيد محمد پوراڻي، ميرڪ سيد عبدالاول جو وڏو پٽ هو هن 6 جولاءِ 1640ع تي جنم ورتو ان زماني ۾ مغلن طرفان مير سيد چاون بکر جو فوجدار هو ميرڪ سيد محمد جي زندگيءَ بابت اها معلومات ملي نہ سگهي، تہ هن شاهجهاني دور ۾ زندگيءَ جون ابتدائي منزلون ڪيئن طئي ڪيون ۽ عالمگير جي دور ۾ ملازمت دوران ڪهڙن منصبن تي فائز رهيو ميرڪ سيد محمد پوراڻي 1118هہ/1706ع ۾ وفات ڪئي.

ميرڪ سيد محمد پوراڻيءَ ٺٽي جي 'ميرڪي سادات' مان شادي ڪئي. سندس گهرواري لاڏي بيگم ميرڪ سيد احمد جي نياڻي هئي، جنهن مان هن کي ٽي پٽ ٿيا، جيڪي ننڍي هوندي فوت ٿي ويا، ان کان پوءِ ترت ئي سندس زال بہ فوت ٿي وئي. هن ٻي شادي پنهنجي چاچي جي ڌيءَ درويش بيگم سان ڪئي، جنهن مان کيس ٻہ پٽ سيد احمد ۽ سيد علي ٿيا، ميرڪ سيد محمد جي گهرواري درويش بيگم 1115هہ/ 1703ع ۾ وفات ڪئي، جڏهن تہ ميرڪ سيد محمد پوراڻيءَ ٽن سالن بعد 1118هہ/ 1706ع ۾ وفات ڪئي.

**پوراڻي، ميرڪ سيد محمد احسن ٺٽوي:** ميرڪ سيد محمد احسن وڏي علمي گهراڻي جو بزرگ هو جنهنڪري منجهس موروثي علمي فضيلتون موجود هيون. جنهن زماني ۾ نادر شاهہ دهليءَ تي حملو ڪيو ۽ سنڌو نديءَ وارن علائقن کي دهليءَ کان ڌار ڪري پنهنجي قبضي ۾ آندو ان وقت ميرڪ محمد احسن داغستان وڃي نادر شاهہ سان ملاقات ڪئي. ٺٽي جي شيخ الاسلام جو عهدو ختم ڪرائي ان جو پروانو پنهنجي نالي جاري ڪرائي ٺٽي پهتو سيد محمد احسن 1167 هہ/ 1753ع ۾ وفات ڪري ويو

**پوراڻي، ميرڪ سيد محمد عبدالله:** ميرڪ سيد محمد عبدالله بن ميرڪ عبدالباقي پوراڻي 10 رمضان المبارڪ 972هہ/11 اپريل 1565ع تي ڄائو ان وقت هندستان تي جلال الدين محمد اڪبر بادشاهہ جي حڪومت هئي، ميرڪ عبدالله سڄي حياتي سنڌ کان ٻاهر رهيو ۽ ڪيترن سرڪاري عهدن تي فائز رهيو هيءُ شاهجهان بادشاهہ جي دربار ۾ وڏن عهدن تي رهيو ۽ بادشاهہ جو مٽس وڏو اعتماد هو ميرڪ عبدالله 1004 هہ/ 1595ع ۾ لاهور ۾ 1008هہ/ 1599ع ۾ آگري؛ 1010هہ/ 1601ع ۾ جونپور ۽ 1013هہ/ 1604ع ۾ الهہ آباد ۾ 'شيخ الاسلام' جي عهدي تي رهيو هيءُ فارسيءَ جو شاعر بہ هو سندس ڪجهہ شعر 'تذڪرہ پوراڻي سادات سڪر' ۾ درج آهن. هن خواجا عبدالقادر جي نياڻيءَ بيبي سلطانہ سان شادي ڪئي، جنهن مان کيس 3 پٽ ۽ چار نياڻيون ٿيون. سندس پٽن مان ميرڪ عبدالعظيم پائنده بيگ ارغون جي ڌيءَ بيگم دوست سان شادي ڪئي. ميرڪ عبدالله پوراڻيءَ 62 ورهين جي ڄمار ۾ 27 صفر المظفر 1035هہ/ 28 نومبر 1625ع ۾ وفات ڪئي.

**پورب (شاهہ جو سُر):** پورب لفظ جي لغت ۾ معنيٰ آهي: اوڀر اُڀرندو، مشرق، اُڀرندي وارو ملڪ، ڀارت ۾ ڪانپور کان بهار تائين علائقو... (جامع سنڌي لغات، جلد-1، ص 615، 2004)، جڏهن تہ 'پورب' شاهہ جي رسالي جو هڪ سُر بہ آهي، جنهن جو راڳ- ڪلا سان واسطو آهي.

'پورب' سُر ۾ 12 ۽ 13 صدي عيسويءَ واري دور جي موحد فقيرن جي پس منظر جا تاڻا ۽ اهڃاڻ ڏنل آهن. جاگرافيءَ جي لحاظ کان اهي علائقا، جيڪي بهار ۽ ڪانپور کان اڳتي گنگا نديءَ جي اورئين (پورب) طرف آهن، سي 'پورب ديس' ۾ آهن. سر پورب ۾ ان ديس جي 'پوربي فقيرن' جو ذڪر آهي، جيڪي هٺ يوگي/ جوڳي ۽ ناٿ پنٿي هئا. هن سُر ۾ رامڪلي سُر سان گهڻي مطابقت نظر اچي ٿي، اهوئي ڪارڻ آهي، جو شاهہ سائينءَ جي ڪيترن شارحن، سُر رامڪليءَ جا بيت، پورب ۾ ۽ پورب جا سُر رامڪليءَ ۾ رکي ڇڏيا آهن ۽ ڪن وري انهن کي ٻنهي سُرن ۾ داخل ڪري ڇڏيو آهي، اهڙيءَ ريت ٻنهي سرن جي موضوعاتي هڪجهڙائيءَ سبب انهن جي موضوعاتي ورچ ڪرڻ ڏکي آهي. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب، ڪتاب 'سنڌي موسيقيءَ جي مختصر تاريخ' ۾ هن سُر جو جيڪو پسمنظر بيان ڪيو آهي، ان جو تت هن ريت آهي:

13 کان 16 صدي عيسوي واري عرصي ۾ 'توحيد' جي عالمگير نظريي هيٺ هندو سماج ۾ بہ مکيہ اصلاحي تحريڪون: هٺ يوگي تحريڪ (1200ع) ۽ ڀڳتي تحريڪ شروع ٿيون. هٺ يوگي/ جوڳي، موحد هئا، وٽن 'گرو ۽ چيلي' جو تصور، تصوف جي 'مرشد ۽ مريد' وارو هو پر هٺ جوڳين وٽ اڳتي هلي سڄو علم ۽ عقل جسماني ڪشالن (تپسيائن) تائين محدود ٿي ويو ڀڳتي بنيادي طور محبت، پوڄا ۽ بندگيءَ جو مفهوم رکي ٿي، جيڪا پهرين ادويت (بغير دوئي) يعني هڪ طرح تہ توحيدي فلسفي سان شروع ٿي، پر پوءِ اُن ۾ ڪرشن پوڄا ۽ رام پوڄا جا تصور شامل ٿيا، پوءِ بہ ان جو هڪ اهڙو گروهہ هو، جنهن وٽ 'رام' جي نالي ۾ واحد خدا جي پرستش موجود هئي. سنڌ جي مسلمان صوفين جوڳ وارن جوڳين ۽ ڀڳتيءَ جي ڀڳتن جو قدر ڪيو ۽ جوڳ ۽ ڀڳتيءَ کي پنهنجي شاعريءَ جو موضوع بنايو ۽ حقيقي 'ناٿ' ۽ حقيقي 'رام' سان عقيدت جو سبق ڏنو موضوع جي مناسبت سان ڳائڻ لاءِ هند جي راڳن، خاص ڪري پُوروَ (پوروي/ پوربي)، رامڪلي ۽ جوڳيا کي مناسب سمجهيو ويو انهن راڳن تي سنڌ اندر سنڌي راڳن جو اثر پيو ۽ انهن کي مقامي صورت ۾ ڳايو ويو جنهنڪري نوان راڳ

ٿيا. جيڪي 'سنڌي رامڪلي'، 'سنڌي جوڳيا' ۽ 'سنڌي پورب'، جي نالي سان نروار ٿيا. شاهه جو هي سُر 'پورب' اُها صورت آهي.

سُر پورب ۾ ڪل ٻه داستان آهن. شاهه سائينءَ پورب ڏانهن اسهندڙن 'پوربين' جي سڪ، محبت، صحبت ۽ سنگت واري ماحول کي ڇتي سندن خالي پيل مڙهين، ماڳن ۽ مڪانن کي ياد ڪرڻ، سندن سفر تي اسهڻ ڪانپوءِ پيدا ٿيندڙ درد ۽ فراق واري حالت کي سُر پورب ۾ بيان ڪيو آهي. ان ڪان سواءِ وڏي سوامي (گروءَ) جي تمثيل هيٺ حق جي طالب کي سلوڪ جي طور طريقن ۽ آدابن کي پوري ڪرڻ جي تلقين ڪئي آهي ۽ سالڪ کي چڱيءَ ريت تنبيهه ڪئي آهي ته هو گرو/ مرشد جي طريقي جي پوريءَ ريت پيروي ڪري، پنهنجا فرض پورا ڪري.

سُر پورب سالڪن ۽ سندن منزل مقصود تي پهچڻ جو سُر آهي:

'پوربيا' پوري ويا، آسڻ آڏيءَ رات،
سُيم نه سنياسين جون، پچارون پريات،
ڪا جا جوڳيءَ ذات، مٺ نه معذور جا.
...
مٺي راهه روان ٿيا، 'پورب' پوربائون،
هي گهر گهوريائون، آڳانديائون اڳيان.

(ڪلياڻ آڏواڻي، داستان 2، بيت 4)

سامي چائيي، سُک طلبئين، سکئين نه سامي!
اچا اورئين پنڌ ۾، ويئين وِسامي،
گُرُ کي تون نه گڏئين، چائِين انعامي،
دائم مُدامي، پورو رهج پرينءَ سين!

(ڪلياڻ آڏواڻي، داستان ٻيو بيت 1)

**پوربي**[1] **(ٺاٽ)**: پراڻن سنگيت گرنٿن ۾ پوربي ٺاٽ کي ورڏني ميل ڪري لکيو ويو آهي. هي ٺاٽ ڀيرو ٺاٽ ۾ مڌم شڌ جي جاءِ تي مڌم تيور شامل ڪري ناهيو ويو آهي. اُن جا سُر هي آهن:

سا- را- گو- مي- پا- ڌا- نو- سا
ڪرج- رکب ڪومل- گنڌار تيور- مڌم تيور- پنچم-
ڌيوت ڪومل- نکاد تيور.

هن ٺاٽ جون راڳڻيون: پوربي، گوري، ريوا، ٻياس، ديپڪ، تريبني، مالوي، ٽنڪيڪا، سري راڳ، جيت سري، بسنت، پرج، ڌناسري، پور يا ڌناسري ۽ هنس نارائڻ آهن.

غور سان معلوم ٿيندو ته پوربي ۽ ڀيرو ٺاٽ ۾ صرف هڪ مڌم جو فرق آهي. جيڪڏهن ڀيرو ٺاٽ ۾ شڌ مڌم جي جاءِ تي تيور مڌم هڻبو ته 'پوربي ٺاٽ' ٺهي پوندو. هن ٺاٽ ۾ جيڪي به راڳ آهن. سي ٻن طريقن سان ڳاتا وڃن ٿا: هڪڙا پوربي انگ سان ۽ ٻيا سري انگ سان. جي راڳ پوربي انگ سان ڳاتا وڃن ٿا، تن ۾ هميشه نکاد ۽ گنڌار جي سنگت رهي ٿي، جيڪي راڳ سري انگ سان ڳاتا وڃن ٿا، تن ۾ پنچم ۽ رکب جي سنگت رهي ٿي. پراڻن شاسترن ۾ هن کي رام ڪريا جي نالي سان به لکيو ويو آهي.

**پوربي**[2] **(راڳڻي)**: هيءَ راڳڻي ڪام ورڌني يا پوربي ٺاٽ جي سمپورن راڳڻي آهي. ان جو گنڌار وادي سُر آهي. سري راڳ ۾ وادي سُر رکب آهي ۽ پوربيءَ ۾ گنڌار. ڳائڪ هن ۾ سر گنڌار سان گڏ امروهيءَ ۾ شڌ مڌم به لڳائيندا آهن. ڪي سنگيتڪار پوربي راڳڻيءَ ڀيرو ٺاٽ ۾ ڄاڻائين ٿا. پر هيءَ راڳڻي شام جي وقت ڳائي وڃي ٿي. ان لاءِ ڳائڪ ٻئي مڌمون هڻندا آهن. پوربي هڪ سادي سودي راڳڻي آهي. چاڪاڻ ته آروهي، امروهي وڪر ڪونه آهن. ڪن ڳائڪن جو چوڻ آهي ته سري راڳ جي رکب ۽ ڌيوت ڪان پوربي جي رکب ۽ ڌيوت ۾ صرف هڪ سُر جو فرق آهي.

هن جي خاص تان: گي- را سا- ني را گي- را گي- مي مي- گي ما گي- را گي- را سا آهي. هن جي آروهي: سا را گي مي پا ڌا ني سَا ۽ امروهي: سا ني ڌا پا مي گي را سا آهي. هن جو وادي سُر: گنڌار آهي، ۽ ڳائڻ جو وقت شام آهي.

(راڳ ساگر ۾ وادي سر پنچم ۽ سموادي سر نکاد ڏسيل آهي. جڏهن ته امروهي سَاني ڌا پا مي گي ما گي را سا- ڏسيل آهي.)

**پوربي واءُ**: هي درياهي هيڙيائن جو اصطلاح ۽ هوا جو قسم آهي. هيءَ واءُ اوڀر ۽ اتر جي ڪنڊ کان لڳندو آهي، جنهن تي لهواري هيڙي تکي هلندي آهي. پوربي واءُ، پورب جي ڪڪرن مان لڳندو آهيءَ ملاح پوربي ڪڪرن کان لهرائيندا آهن ۽ اڪثر ڪري هيڙيون بيهاري ڇڏيندا آهن. ڇو ته پوربي هوا ڪڏهن طوفان جي روپ ۾ به اچي لهندي آهي ۽ ملاحن ۾ پريشاني پيدا ڪندي آهي.

**پورچوگال** (Portugal): پورچوگال ڏکڻ اولهه يورپ جو هڪ جمهوري ملڪ آهي، جنهن جو سرڪاري نالو 'ري پبليڪا پورتوگيزا' (Republic of Portugal) آهي. هن ملڪ جو نالو قديم رومي بندر، پورٽس ڪال (Portus cale) مان نڪتل آهي، جنهن کي رومين ڊورو درياهه جي ڪناري تي آباد ڪيو. هي ملڪ بيٽ نما آئيبيريا جي اولهه واري حصي ۾ آباد آهي. پورچوگال جي اتر اوڀر ۾ اسپين ۽ ڏکڻ اولهه ۾ ائٽلانٽڪ سمنڊ آهن. پورچوگال جي ڪل ايراضي 88,940 چورس ڪلوميٽر آهي. 2007ع جي انگن اکرن موجب هن ملڪ جي آبادي 10,148,259 آهي. پورچوگال جي گاديءَ جو هنڌ ۽ سڀ کان وڏو شهر لزبن آهي، جنهن جي آدمشماري 20 لک آهي ۽ ان جي ٻين وڏن شهرن ۾ اورپورٽو، ڪوئمبرا، فارم، سيتوبل، براگا، ايلواس، ليريا، ولانو واڊي گايا، بيجا ۽ پراگانگا اچي وڃن ٿا. پورچوگال جي ماڻهن جي ٻولي پورچوگالي




(اسپيني) آهي. هتي گهڻي ڀاڱي رومن ڪٿولڪ فرقي جا عيسائي مذهب جا ماڻهو رهندا آهن. هن ملڪ جو سڪو 'اسڪودو' آهي. ٽيگس درياهه پورچوگال کي ٻن حصن ۾ ورهائي ڇڏيو آهي، اتر وارو حصو ڪوهستاني ۽ ڏکڻ وارو ميداني آهي. پورچوگال جي قومي آمدنيءَ جو 18.7 حصو زراعت تي دارومدار رکي ٿو. هتان جي زرعي پيداوار ۾ زيتون، ڪڻڪ، مڪئي،

بيٽ، پٽاٽا، چانور، انگور، چٽا، ميوا، ڀاڄيون شامل آهن. هن ملڪ ۾ چوپايو مال وڏي تعداد ۾ موجود آهي. چوپايو مال ۽ شراب به هتان جي پيداوار ۾ شامل آهي. هن ملڪ جي مکيه معدنيات ۾ ڪوئلو تامو يورينيم، ٽينگسٽن، لوهه ۽ پائرائيپ اچي وڃي ٿي ۽ مکيه صنعتن ۾ ڪپڙو بجليءَ جي مشنري، ڪارڪ، بوٽ، ڪيميائي شيون، شراب، ڪاغذ، تيل جي صفائي، سيمينٽ، لوهه، سياحت ۽ ماهيگيري شامل آهن. هتان جي موسم گرم گهميل پر خوشگوار آهي. گرمين ۾ موسم خشڪ هوندي آهي. هن ملڪ جي اڄ وچ جي وسيلن ۾ قومي هوائي ڪمپني "ايئر پورچوگال" (13 هوائي اڏا) آهي ۽ هتي لزبن، سيٽوبل ۽ ليڪسوس تي وڏا بندر آهن.

1910ع ۾ پورچوگال ۾ انقلاب آيو 1911ع ۾ آئيني اسيمبليءَ جون ڀهريون چونڊون ٿيون، ان ئي سال نئون لبرل آئين منظور ٿيو 1940ع ۾ جپان پورچوگال جي سمنڊ پار علائقي تيمو تي قبضو ڪيو 1961ع ۾ ڀارت هن ملڪ جي گوا، ڊيوي، ڊامائو ٻيٽن تي قبضو ڪيو 1975ع ۾ پرتگالي تيمور تي انڊونيشيا قبضو ڪيو 1976ع ۾ هتي نئون آئين نافذ ٿيو 1999ع ۾ پورچوگال مڪاڻو جو علائقو چين جي حوالي ڪيو 2002ع ۾ جوز مينوئل ڊيورائو بيروسو وزيراعظم چونڊجي آيو پورچوگال هڪ آزاد ۽ خودمختيار جمهوريه آهي، جتي صدارتي ۽ پارلياماني نظام حڪومت قائم آهي. صدر رياست جو مملڪتي اڳواڻ ۽ هٿياربند فوج جو سپريم ڪمانڊر آهي. صدر عوام جي ووٽن سان 5 سالن لاءِ چونڊيو ويندو آهي، حڪومت جو اڳواڻ ۽ چيف ايگزيڪيوٽو وزيراعظم آهي. ملڪ جي 81 ضلعن جو اڳواڻ گورنر هوندو آهي، جنهن کي صدر نامزد ڪندو آهي. پورچوگال جي ضلعن ۾ (1) آويرو، (2) بيجا، (3) براگ، (4) براگنگا، (5) ڪوئمبرا، (6) ايوورا، (7) ڪاسٽيلو برانڪ، (8) فارو (9) گوارڊا، (10) ليري، (11) نربن، (12) اوپورٽو (13) پورٽا لاليگري، (14) سانتار، (15) ميتوبل، 16) ويانا ڊو ڪاسٽيلو (17) ولارئيل ۽ (18) ويو شامل آهن. هن وقت پرتگال جو صدر اينبيل ڪويڪوسلوا (Anibal Cavacosilva) ۽ وزيراعظم جوز سوڪريٽ (Jose Socrate) آهي.

**پورچوگيز:** پورچوگيز قوم اولهه يورپ جي هڪ ننڍڙي ملڪ پورچوگال/ پرتگال (Portugal) جي رهواسي آهي، جيڪو ملڪ اسپين (Spain) جي پر ۾ آهي. هن ملڪ کي تمام وڏو ساموندي ڪنارو آهي، جنهنڪري پورچوگيز قوم جهازرانيءَ ۾ وڏي ترقي ڪئي. ابتدا ۾ اتر ائٽلانٽڪ مها ساگر (North Atlantic Ocean) ۾ سندن چرپر رهندي هئي. ان دؤر ۾ ايشيائي مصنوعات جي يورپي ملڪن ۾ وڏي هاڪ هئي، انهيءَ ڳالهه ٻين وڏين يورپي قومن فرينچن ۽ انگريزن وانگر پورچوگيزن کي به هرکايو پندرهين صديءَ جي وچ ڌاري هيءَ قوم سڄي آفريڪي ڪنڊ جو ڦيرو ڏئي، انڊين مها ساگر (Indian Ocean) ۾ واپار سانگي اچي پهتي. هيءَ قوم عيسائي مذهب جي ڪئٿولڪ (Catholic) عقيدي جي پرچارڪ رهي آهي، جن جن علائقن ۾ سندن اثر رسوخ ٿيو اتي هنن عيسائيت جي تبليغ ۽ پنهنجي عقيدي کي پکيڙڻ لاءِ طاقت جو به استعمال ڪيو انڊين مهاساگر ۾ هنن اثر ۽ طاقت قائم رکڻ ڪانپوءِ چاهيو ٿي ته ننڍي ڪنڊ جي سمورن ملڪن جا واپاري پنهنجو سمورو وکر سندن حوالي ڪن ته جيئن هو اهو يورپ ۾ کڻي وڃي وڪرو ڪن. جڏهن ته ننڍي ڪنڊ جا بنيادي واپاري ناتا وچ اوڀر جي ملڪن سان هزارين سال پراڻا هئا. 2300 ق. م تائين سنڌوءَ جي صنعتي شهرن مان واپاري سامان نار وارن ملڪن ۾ پهچندو هو ڏکڻ عراق جي شهرن، اُر (Ur) ۽ اروڪ (Uroke) سان گڏ بحرين (Behrain) ۽ فيلڪا (Falca) ۾ سنڌو سلطنت جون واپاري ڪوٺيون قائم هيون. اهڙيون ثابتيون انهن ملڪن جي قديم شهرن جي ڦٽل آثارن جي کوٽاين مان سنڌو مهرن (Indus Seals) جي دستيابي آهي. عراق جي حڪمران لارسا ٽئين 1800 ق. م ۾ سنڌ جي شهرن مان واپاري ٻيڙن جي پهچڻ جي خوشيءَ جي اظهار وارا لفظ چيا هئا، جيڪي ٺڪر جي تختين تي محفوظ آهن. اهڙن قديم ۽ تاريخي واپاري ناتن جي ڪري ننڍي ڪنڊ جي حڪومتن ۽ واپارين لاءِ ممڪن نه هو ته اهي پنهنجو واپاري سامان Middle man طور يورپ جي پوئتي پيل ملڪن جي قزاق صفت جهازين جي حوالي ڪن.

پندرهين صديءَ تائين پورچوگيزين جي ارهه زوراين جي ڪري ترڪي، گجرات، ڪڇ ۽ سنڌ جي حڪومت ڪانئن سخت بيزار ٿي چڪي هئي. ترڪيءَ جي مسلمان خيلفي سليمان عاليشان جي حڪم تي مصر ۾ بيٺل ساموندي ٻيڙي، گجرات جي حاڪم محمود بيگڙي، ڪڇ ۽ سنڌ جي بحري فوج سان گڏجي 1505ع ۾ عربي سمنڊ کي پورچوگيزن کان صاف ڪرڻ لاءِ ممبئيءَ ويجهو "چال" علائقي لڳ پورچوگيز حڪومت جي واپاري عيوضي "فرئنسسڪو آلميڊا" (Francisco Almeida) سان جنگ ڪئي، ان ۾ مسلمان رياستن جي گڏيل ساموندي فوج سوڀ ماڻي. ڪجهه وقت ڪانپوءِ پورچوگيزن وڏي تياريءَ ڪانپوءِ جهوناڳڙهه جي ساموندي ڪناري واري هڪ علائقي "ڊيو" (Diu) وٽ بيٺل گڏيل بحري فوج تي وڏو حملو ڪري، ان کي سخت نقصان پهچايو 1508ع ۾ پورچوگيز حڪومت "فرئنسسڪو الميڊا" جي جڳهه تي "الفانسو آلبوڪرڪ" (Alphanso Albuquerque) کي هندستان جو واپاري عيوضي مقرر ڪيو جنهن هندستان جي واپار تي قبضي رکڻ لاءِ ڏکڻ هندستان جي ڪيترن ساموندي بندرن، "گوا" (Goa)، "ڊيو" (Due)، ڊمن (Daman) ۽ ٻين ساحلي علائقن تي قبضو ڪري ورتو انهيءَ دوران وچ ايشيا ۾ سياسي عدم استحڪام عروج تي هو ڪيترائي قبيلائي سردار نوان ملڪ فتح ڪرڻ ۽ پنهنجي قبيلائي اقتدار کي رياستي اقتدار ۾ تبديل ڪرڻ ۽ خونريزين ۾ رڌل هئا، فرغانه جي حاڪم عمر شيخ مرزا جو پٽ بابر هندستان فتح ڪري چڪو هو اتر افغانستان جي ترڪ ۽ منگول سردارن، ۽ ايران جي شاهه اسماعيل صفويءَ جي فوجي مهمن جو وڏو سلسلو هلندڙ هو جنهن ننڍي ڪنڊ جي ڪيترين ئي حڪومتن کي لوڏي ڇڏيو. انهن ملڪن فتح ڪرڻ وارين مهم جوئين جي ڪري پورچوگيزن جي ڦرلٽ وارين فوجي ارهه زوراين تي ڪو به ڌيان نه ٿي ڏنو ويو 1513ع تائين پورچوگيزي هرمز ڪاريءَ (Ormus Strait) تي مڪمل قبضو ڪري چڪا هئا ۽ وچ اوڀر سان ننڍي ڪنڊ ۽ خاص طور سنڌ جو واپار ناممڪن ٿي چڪو هو انهيءَ قبضي جي ڪري واپار کي ڪاپاري ڌڪ لڳو ۽ ان جو رخ وچ اوڀر (Middle East) کان ڦري يورپ ڏانهن ٿي ويو سمن جي دؤر جي اڪيلي ڏاهي انسان، فوجي سردار، واپاري، نهري ۽ زرعي ماهر دولهه دريا خان پورچوگيزي قزاقن جي ان مصيبت کي منهن ڏيڻ لاءِ سنڌوءَ جي هڪ ڇاڙهه تي هڪ گودي قائم ڪري، پورچوگيزن جي واپاري ڦرلٽ کان سنڌ کي بچايو هو لاهري بندر به اهڙي ئي هڪ ڪوشش جي ڪري ترقي ڪئي هئي.

جام نظام الدين جي وفات 1512ع کان پوءِ وچ ايشيا ۾ اقتدار لاءِ فوجي مهم جوئيءَ واري سلسلي هيٺ سنڌ 1520ع ۾ ارغونن، ترخانن ۽ ان کان پوءِ مغلن جي حوالي ٿي وئي. ٺٽي شهر جي ڪپڙي، گهوڙن جي سنجن، نير (Indigo)، چمڙي جي سامان ۽ نفيس ململ (ڪليڪو) جي يورپ ۾ تمام گهڻي گهرج هئي، شاهه حسن ارغون 1555ع ۾ بي اولاد ٿي گذاري ويو. جنهن کانپوءِ سنڌس ٽيج شريڪ ياءَ سلطان محمود ڪوڪلتاش اتر سنڌ ۽ مرزا عيسيٰ ترخان (پهرئين) ڏکڻ سنڌ ۾ ٺٽي تي پنهنجي حڪومت قائم ڪري ورتي. ميرزا عيسيٰ ترخان سلطان محمود ڪوڪلتاش سان مقابلي لاءِ عربي سمنڊ ۾ بيٺل پورچوگيزن جي بحري فوج کي مدد لاءِ گهرائي ورتو. پر سندن پهچڻ کان اڳ ۾ ئي ٻنهي ۾ صلح ٿي ويو. پورچوگيزي فوج جو اڳواڻ پيڊرو روبئريٽو (Pedro Barreto) 21 ٻيڙن ۾ 700 بحري سپاهي وٺي ٺٽي پهتو. ان وقت ٺٽي جو حاڪم ميرزا عيسيٰ ترخان بکر طرف ويل هو. سندس پٽ پورچوگيزن کي سندس اچڻ تائين انتظار ڪرڻ لاءِ چيو. جنهن تي ”پيڊرو بئرٽو“فوجي خرچ جي گهر ڪئي ۽ ڪجهه وقت انتظار ڪرڻ وارو جواب نه ملڻ تي ڏمريل پورچوگيزي لشڪر ٺٽي شهر ۾ ڪاهي پيو ۽ 8000 معصوم شهري ماريا ويا. سڄي ننگر شهر کي ڦرلٽ کانپوءِ باهه ڏئي ساڙيو ويو. پورچوگيزن جي پنهنجي رپورٽ موجب ڪين ڦرلٽ ۾ 20 لک پائونڊن (Two Million Pounds) جيتري دولت هٿ آئي، جنهن ۾ وڏي مقدار ۾ سون هو. هن قتل عام ۾ هڪ به پورچوگيزي نه مئو. اهو واقعو 963 هه/ 1555ع جو آهي، پورچوگيزي سپاهي ٺٽي جي عاليشان جڳهين مان ڪاشيءَ جون خوبصورت سرون به پٽائي کڻي ويا. اهو ايشيائي شهرن مان هن شهر جو وڏي ۾ وڏو قتلِ عام ۽ وڏي ۾ وڏي ڦرلٽ هئي. ان دور ۾ پورچوگيزي بحري قزاقن جي بدمعاشي ايتري وڏي وئي هئي، جو اهي مسلمان حاجين جي جهازن کان به راهداريءَ جي بهاني سان ڳريون رقمون وٺندا هئا. انهيءَ ڏچي کان هندستان جي بادشاهن جا خاندان به محفوظ نه هئا. ڪتاب ”همايون نامه“ جي ليکڪ گلبدن بيگم ۽ شاهي خاندان جون ڪجهه ٻيون عورتون 17 آڪٽوبر 1576ع تي حج لاءِ گجرات جي سورت بندر کان روانيون ٿيون، اپريل 1580ع ۾ واپس ورندي پورچوگيزن ڪين راهداريءَ جي رقم (ٽِنگ) جي بهاني سان روڪي ڇڏيو هو هڪ سال کان وڌيڪ عرصو عدن جي بندرگاهه تي رهي پيون، نيٺ ڪڇ جي راءِ جي مدد سان مارچ 1582ع ۾ سندن هندستان جي گاديءَ واري هنڌ ”فتح پور سيڪري“ واپس ورڻ ممڪن ٿيو. شاهه لطيف به ”سُر سامونڊي“ ۾ انهن پورچوگيزن جي ارهه زوراين ۽ سمنڊ ۾ واپاري ڦرلٽ بابت شعر چيا آهن:

مُعَلم سکاڻين کي، اُيو ڪري ڳال،
اوريان انگريچي وڙهي، پري پورچ پالَ،
وِچ ۾ واگهيرن جي، چارئي پَهَرَ چالَ،
هيءَ مڏ پَهُچي مالُ، جو پاڻَ پرائو چاڙهئو

**پورچوگيز زبان:** پورچوگيزي/ پرتگالي زبان هڪ انڊو يورپين زبان آهي، جيڪا پورچوگال کان سواءِ پورچوگالي نين آبادين ۽ برازيل (ڏکڻ آمريڪا) ۾ به ڳالهائي وڃي ٿي. هن زبان ڳالهائيندڙن جو تعداد پنجن ڪروڙن جي لڳ ڀڳ آهي. پورچوگالي، لاطيني زبان مان نڪتل آهي، ان تي لاطيني ٻوليءَ جي ٻين شاخن جو اثر آهي. مثلاً: اسپيني ۽ اٽالين زبانن سان گهڻي هڪجهڙائي رکي ٿي. اسپين وانگر پورچوگال به ڪيترين صديون، عربن جي اثر هيٺ رهيو. تنهنڪري پورچوگالي زبان ۾ ڪيترائي عربي لفظ ملي ويا. هيڏانهن هندستاني ساحل پورچوگالين جي آمد سبب ڪيترائي پورچوگالي لفظ اردو ۽ سنڌيءَ زبانن ۾ به مروج ٿي ويا آهن.

**پورس:** راجا پورس، چوٿين صدي قبل مسيح ڌاري سنڌو ماٿريءَ جو هڪ طاقتور حڪمران هو سڪندر مقدوني سنڌو سلطنت جا ست وڏا ملڪ ۽ ٻه هزار شهر پنهنجي حڪمرانيءَ ۾ شامل ڪيا هئا، ان حساب سان ذري گهٽ موجوده پاڪستان جو سڄو علائقو ان ۾ شامل هو

راجا پورس اوائل ۾ سڪندر مقدونيءَ جي فوج سان وڏو مقابلو ڪيو هو. تنهن دؤر ۾ هن سڄي علائقي ۾ ننڍيون ننڍيون خودمختيار رياستون هيون، جن جو پاڻ ۾ ڪو به بهتر لاڳاپو موجود نه هوندو هو. اُتر هندستان جا راجا، سڪندر مقدونيءَ سان ان ڪاهه ۾ گڏ هئا. سڪندر بهار جي موسم (مارچ) ۾ سنڌو نديءَ تي جوڙيل پل تي پهتو ۽ سنڌوءَ جي نظاري جي سحر ۾ اچي ويو. هن جي ڳاڙهي روشنڪ اتي ايشيائي درباري شان ۽ شوڪت سان تفريح ڪري رهي هئي. هوءَ هاٿيءَ تي سوار هئي ۽ خواجه سرائن جي هڪ ٽولي ساڻس گڏوگڏ هلي رهي هئي ۽ هيرن جواهرن ۾ جهنجهيل هڪ مجسمو لڳي رهي هئي. شروعات ۾ سڪندر مقدونيءَ، سنڌو نديءَ کي نيل درياهه جو مُنڍ سمجهيو ۽ اهڙو هڪ خط پنهنجي ماءُ ڏانهن به لکي اُماڻيو هئائين.


راجا پورس ۽ سڪندر اعظم جي خيالي تصوير

سڪندر جڏهن ٽيڪسيلا پهتو ته اُتي جي راجا ۽ ماڻهن سندس وڏي آجيان ڪئي، اهو راجا امڀي، راجا پورس جو سخت مخالف هو. راجا امڀيءَ وارو علائقو موجوده هزاره، والاريل ڪشمير، اسلام آباد ۽ پنڊيءَ تي ٻڌل هو جڏهن ته راجا پورس جي حاڪميت وارو علائقو ان کان هيٺ سنڌو سلطنت جو سمورو علائقو هو.

سڪندر جڏهن ٽيڪسيلا مان نڪري سنڌو ندي ۽ ان جي ڀرتي ڪنڌڙ ندين وارا علائقا فتح ڪرڻ جو پهه ڪيو ته راجا پورس، سنڌو ۽ جهلم ندين جي ميداني علائقن ۾ مقابلي جي تياري شروع ڪئي. مقدوني فوجن درياهه اُڪرڻ دوران چالاڪي ۽ عياريءَ کان ڪم ورتو هو درياهه جي ٻيءَ ڀر تي هيڏانهن هوڏانهن چرپر ڪندا، اٽڪل 18 ميلن جي علائقن ۾ ڪيترن ڏينهن تائين ڦرندا رهيا. راجا پورس کي ان چرپر مان اهو انومان ٿيو ته سڪندر جي فوج سندس هاٿين، سوارن ۽ پيادن واري عاليشان فوج کان ڊڄي وئي آهي، ان ڪري هو رات جي وڳڙي ۾ سڪندر جي فوج پاران درياهه اُڪرڻ واري خدشي کان بي اونو ٿي ويو ان وچ ۾

سڪندر جي فوج جي قيام گاهه کان اٽڪل 18 ميل پري ۾ درياهه جي وچ ۾ بيٽاڙي تي هڪ گهاٽو ٻيلو ۽ پرينءَ ڪنڌيءَ تي وڏي وٿراهه وارو اهڙو مقام مليو، جتان هولِڪ ۾ درياهه اُڪري سگهيا ٿي. ان وچ ۾ ٽيڪسيلا جي راجا امڀيءَ پاران 5000 سپاهه مقدونين جي مدد لاءِ پهچي ويو. ايس. آر. استين جي خيال ۾ سڪندر مقدونيءَ جي فوج جتان درياهه اُڪري هئي، سا جڳهه موجوده جلال پور آهي ۽ سندس فوجي واڌ (ڪئمپ) واري جڳهه هرڻ پور هئي. ان رات انهيءَ ماڳ تان ٻيلن جي اوٽ وٺي هنن سيني ڳڻجي سنڌونديءَ کي پار ڪيو ۽ اها خبر راجا پورس جي جاسوسن کي تڏهن پئي، جڏهن مقدوني فوج درياهه اُڪري ڪناري تي پهچي چڪي هئي. سڪندر سان گڏ سندس محافظ فوجي آفيسر ٽالمي، پرڊيڪس، لاسي مئڪس ۽ سليوڪس گڏ هئا، جن مان سليوڪس، پوءِ مقدونيا جو بادشاهه بڻيو.

سڪندر جي 6000 پيادل فوج ۽ 5000 گهوڙي سوار تير انداز خاص جنگي رٿابنديءَ سان اڳتي وڌڻ لڳا. ان ڏس ۾ ارسطوبيولس جو بيان آهي ته سڪندر جي فوج سان ڀڙيون مقابلو راجا پورس جي پٽ 60 جنگي رٿن سان ڪيو. جڏهن ته ٽالميءَ جو بيان آهي ته راجا پورس جي پٽ سان 2000 تيرانداز گهوڙي سوار ۽ 120 جنگي رٿ شامل هئا. راجا پورس جي پٽ جي فوج ان رات تمام گهڻي برسات سبب گپ چِڪ ۾ ڦاسي پئي ۽ جنگي رٿن وارو حصو جنگ لاءِ ڪارگر نه رهيو تڏهن به هن مقابلو ڪيو ۽ 400 سپاهه سان گڏ وطن تان جان فِدا ڪري ڇڏيائين.

راجا پورس پٽ جي جهونجهار کي جهيڙي ۾ مارجڻ جي خبر ٻڌي 4000 گهوڙي سوار، 300 جنگي رٿن، 200 هاٿين ۽ 30000 هزار پيادل سپاهه سان گڏ مقابلي لاءِ اڳتي وڌيو. ان جنگ ۾ پورس 200 هاٿين کي اڳيان رکيو ۽ وچ وارين وٿين ۾ فوج جي ٻنهي ٻانهين تي پيادل فوج مقرر ڪئي ۽ چوڌاري جنگي رٿ هئا. ان جنگ ۾ سڪندر جي فوجين پورس جي فوج جي هاٿين ۾ تاهه وڌو. جن پوئتي موٽي پنهنجي ئي فوج کي لتاڙي ماريو. راجا پورس زخمي هاٿيءَ تي ويلي وڙهندو رهيو ۽ نيٺ گرفتار ٿيو. سڪندر گرفتاريءَ کان پوءِ کانئس پڇيو ته ساڻس ڪهڙو سلوڪ ڪرڻ گهرجي؟ هن راجائي هٺ، فخر ۽ لاپرواهيءَ سان وراڻيو: "جيڪو بادشاهه، بادشاهن سان ڪندا آهن." سڪندر، راجا پورس جي جواب ۽ شخصيت کان متاثر ٿي، سندس حڪومت کي بحال رکيو ۽ کيس سنڌو ماٿريءَ جي ستن ملڪن ۽ 2000 شهرن جو حاڪم بڻايو

**پورن ڪنواڻي 'سائل'**: پورن ڪنواڻي 'سائل' پڊعيدن سنڌ ۾ جنم ورتو سائل هڪ ئي وقت شاعر، ڪهاڻيڪار، ناٽڪ نگار ۽ اداڪار رهيو آهي.

سندس ڪافي ڪتاب شايع ٿيل آهن. جن مان ڪي هي آهن:

(1) "سهاڳڻ ڪملا" (1965ع)، (2) "پٿريا پاڻي" (1965ع)، (3) "هڪ ڏوهاري" (1970ع)، (4) "قيمتي پٿر" (1975ع)، (5) "عاشقي اشارا" (1975ع).

پورن ڪنواڻي 'سائل' ورهاڱي کان پوءِ هندستان جي شهر انبور ۾ وڃي رهيو

**پورهاڙو**: پورهاڙو ٻوٽي نما گاهه آهي. هن جون تارون ٿلهيون ٿينديون آهن. هي جهرٽيا وِل جهڙو سنگ جهليندو آهي. هن جي پاڙ زمين ۾ برش وانگر پکڙيل هوندي آهي. هي گاهه ڍڳيون ۽ مينهون کائينديون آهن. هن جي تارن/ ڪانين مان ٻهاريون به ناهيون وينديون آهن. هن جي پاڙن ۾ خوشبوءِ ٿيندي آهي. اڳ ۾ ٿرجون سجاڻ عورتون پنهنجا ڪپڙ ۽ ڏونري وارا ٿانو ڌوئڻ لاءِ انهن پاڙن جون مُٺون يا موڙو استعمال ڪنديون هيون ته جيئن ٿانو وڌيڪ صاف ٿين.

**پوريا** (راڳڻي): مارَوا ٺاٽ جي ڪاڏو راڳڻي، جنهن ۾ پنچم ورجت آهي. هيءَ راڳڻي مندر ۽ مَڌ سپتڪن ۾ ڳائڻ گهرجي. هن ۾ پوروانگ جي سرن تي زور رهي ٿو ان لاءِ ئي هن جو وقت شام وارو ٽائو مقرر آهي. جيڪڏهن هن ۾ اترانگ جي سرن تي زور ڏبو ته سهڻي ٿي پوندي. هن نڪاد ۽ رکب، نڪاد ۽ مڌم جي سنگت رهي ٿي. ماروا ۾ رکب ۽ ڌيوت وادي سموادي سر آهن. انهن تي ئي سڄي راڳڻي جو زور رهي ٿو گنڌار ۽ نڪاد جا سر پوريا ۾ وادي سموادي سُر آهن. جن تي ئي راڳڻيءَ جو زور رهي ٿو پوربي ۽ للت ملائڻ سان هندولي پوريا راڳڻي ٺهندي آهي. پيرو کي پوريا سان ملائڻ سان پيرو پوريا ٺهندي. للت ۽ بهاڳڙه ملائڻ سان پوريا بهاڳ راڳڻي ٺهندي. هندول ۽ ڌناسري ملائبي ته پوريا ڌناسري جڙندي. للت ۽ ايمن ملائبو ته ايمني پوريا ٺهندي.

هن جي خاص تان: گي- ني را سا- ني ڌي ني- مِي ڌي- را سا- ني را گي- ني را سا آهي. هن جي آروهي: ني را سا گي مي ڌي — ني رَا سَا ۽ امروهي: سَا ني ڌي مي گي- ني را گي — ني را سا آهي. هن جو وادي سُر: گنڌار ۽ سمر وادي سُر نڪاد آهي.

راڳ ساگر ۾ هن جي ڳائڻ جو وقت اڌ رات جو مقرر ٿيل آهي. جڏهن ته آروهي: سا را گي مي ڌي ني سا ۽ امروهي سا ني ڌي مي گي را سا ڄاڻائي وئي آهي، هٿي ڪنهن به سنگيت جي ڪتاب ۾ ائين ڄاڻايل نه آهي.

**پوريا ڌناسري** (راڳڻي): پوربي ٺاٽ جي سمپورن راڳڻي جنهن جو وادي سر پنچم آهي. هيءَ راڳڻي راڳ پوريا ۽ ڌناسريءَ جي ميلاپ مان ٺهيل آهي. هي شڌ مڌم نه هجڻ ۽ وادي سر پنچم هئڻ ڪري پوربي راڳڻي کان ڇڄي بيلي آهي. سري راڳ جو ڪو به انگ منجهس ڪونهي. بسنت ۽ پرج اترانگ جا راڳ آهن. پرهيءَ پوروانگ جي راڳڻي آهي. پوريا ڌناسري اصل ۾ ڌناسري آهي.

هن جي خاص تان: ني را گي- مي پا- ڌا پا- مي گي- مي را گي- را سا آهي. هن جي آروهي: ني را گي مي پا ڌا پا ن سَا آهي، ۽ امروهي: رَا ني ڌا پا مي گي- مي را گي- را سا آهي. هن جو وادي سُر: پنچم ۽ سمر وادي سُر: کرج آهي. هن جي ڳائڻ جو وقت شام جو آهي.

**پوسرڪو**: ضلعي ٿرپارڪر جي تعلقي مٺيءَ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

هربوس روهيڙو، پوسرڪو ٻواٽو ڏاراڙ، ڦانگهاريو ڪاري واهه، موڪار، سجڻ پيل، ياناٽي پيل ۽ سانهياسَر.

**پوَ-ڦِٽي پوپٽي** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب هند ۽ سنڌ جي ناماري ليکڪا پوپٽي هيرانندائيءَ جي جيون، رچنائن ۽ خيالن جي آڌار تي جوڙيل وڊيو فلم اسڪرپٽ تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جا، جنهن ليکڪ منوهر بيدي ۽ جڳديش لڇاڻي آهن. هن ڪتاب جو پيش لفظ پروفيسر هيري شيوڪاڻيءَ لکيو آهي ۽ راجيش لڇاڻي، وينا پبليڪيشن، الهاس نگر (ڀارت) پاران 1988ع ۾ شايع ڪيو آهي. ڪچي جلد سان، 148 صفحن تي مشتمل هن



ڪتاب جي قيمت 40 روپيا آهي. ڪتاب جي آخر ۾ سنڌ جي نامياري ليکڪا ماهتاب محبوب جا ويچار به شامل آهن.

**پوڪاٿا:** پوڪاٿا پاڻين جا پروهت آهن. هي پنج دراوِڊ قبيلي جي "تلينگا" ڪُل مان چيا وڃن ٿا. وشنو جي اوتار مهاراج جي پوڄا ڪندا آهن. هي سنڌ جا اصل برهمڻ آهن ۽ هنن لاءِ عام روايت آهي ته پوڪاٿا، تپشور نالي هڪ برهمڻ ۽ هڪ مهاڻيءَ جي اولاد مان آهن.

**پوڪرداس اينڊ سنز:** هيءُ اشاعتي ادارو هو، جيڪو مشهور اديب پوڪرداس ٿانور داس شڪارپور ۾ قائم ڪيو هو. هن اداري سنڌي نثر ۽ نظر جا وڏي تعداد ۾ ڪتاب ڇپايا. لطف الله بدويءَ لکيو آهي ته: "1882ع ڌاري سرگواسي پوڪرداس ننڍڙي پٽماني تي ڪتب فروشيءَ جو دڪان کوليو هو". ڊاڪٽر غلام علي الانا هن لاءِ لکي ٿو ته: "1886ع کان پوڪرداس شڪارپور واري ڪتابن ڇپائڻ جو سلسلو جاري ڪيو." منگهارام ملڪاڻيءَ هن اداري لاءِ لکيو آهي ته: "شڪارپور مان مسٽر پوڪرداس 1885ع ۽ سکر مان ماسٽر هريسنگهه 1888ع ۾ پنهنجن ڪتبخانن مان ڪيترا ازغيبي ۽ ڪرامتي (Super Natural) قصا ڇپيا." پر ڊاڪٽر انور فگار هڪڙي جي تحقيق موجب پوڪرداس جنوري 1986ع کان ڪتب فروشيءَ جو ڪم ۽ بعد ۾ ڇاپخاني جو ڪم شروع ڪيو. پوڪرداس هن اشاعتي اداري مان نصابي ڪتابن کان سواءِ ابتدائي نثر جا ڪتاب، قصا، ڪهاڻيون، داستان، ناول ۽ شاعريءَ جا ڪتاب، ابوالحسن جي سنڌي ۽ ٻيا ڪتاب (جهڙوڪ: نورناما، جنگناما) ۽ مولودن جا ڪتاب ڇپايا. هن جديد سنڌي لپيءَ ۾ ليٿو گرافي ۽ جديد ٽائيپ ۾ پڻ ڪتاب شايع ڪرائي، سنڌي ٻوليءَ جي وڏي خدمت ڪئي آهي.

**پوڪَرداس ٿانور داس:** نامياري پبلشر پوڪرداس ٿانور داس 1868ع ڌاري شڪارپور، سنڌ ۾ جنم ورتو ۽ مختلف اسڪولن مان تعليم حاصل ڪري، تعليم کاتي ۾ منشي مقرر ٿيو. گهٽ پگهار سبب ٻهرين جنوري 1886ع کان ڪتابن جي وڪري جو ڌنڌو اختيار ڪيائين ۽ محنت سان پنهنجي ڌنڌي کي وڌائي نيٺ ڪتابن جي ڇپائيءَ جو سلسلو شروع ڪيائين. هن جولاءِ 1889ع ۾ منشي خوشيرام سان گڏجي هڪ مزاحيه



قصو "مُلا ۽ موالي" جي نالي سان لکي ڇپايو هن خود به پنهنجي ڇاپخاني وسيلي اڌ صديءَ تائين سنڌي ڪتاب ڇپايا ۽ سنڌي زبان ۽ ادب جي اشاعت جي تاريخ ۾ هن کي خاص اهميت حاصل آهي. پير علي محمد راشديءَ هن بابت لکيو آهي ته: "جيڪڏهن سنڌي زبان اڄ تائين حيات آهي ته ان جو هڪ سبب پوڪرداس جو ڇاپخانو آهي." پوڪرداس درسي، طبي، ديني، ڌرمي، رمل، نجوم ۽ جفر جي ڪتابن کان سواءِ شاعريءَ ۽ نثر جي مختلف صنفن جا سوين ڪتاب توڙي جنتريون به ڇپايون.

1893ع ۾ شڪارپور شهر جي مشهور حڪيم ميان محمد اسلم علويءَ جا طب تي لکيل ڪتاب ڇپايائين، جن ۾ "تحفة العاشقين" به شامل آهي، اهو ڊيمي سائيز جو ڪتاب لاهور جي پريس مان ڇپائي پڌرو ڪيائين. جنهن جو 1904ع ۾ ٻيو ڇاپو پڌرو ٿيو. اسلم علويءَ جو ٻيو ڪتاب "مخزن الادويات" به سيپٽمبر 1893ع ۾ اسلاميه پريس لاهور مان ڇپيو. ساڳئي مصنف جو ٽيون ڪتاب "قرابادين علوي" جي نالي سان سيپٽمبر 1895ع ڌاري ڊيمي سائيز ۾ اسلاميه پريس لاهور مان ڇپايو ويو. شروعاتي دؤر ۾ پوڪرداس جا ليٿوگرافيءَ ۾ ڪتاب "شڪارپور پريس" (جنهن جو مالڪ ڇيٺانند هو)، "البرٽ پريس سکر"، "اريـڊ اسٽيم لاهور"، "مفيد عام پريس لاهور"، "خادم التعليم اسٽيم پريس لاهور"، "هندستان پريس لاهور" ۽ "آڪاشي رام پريس لاهور" ۾ ڇپيا هئا. ڪتابن جي ڪتابت جو ڪم ميان رب رکيو (ميونسپل شڪارپور جو ملازم)، در محمد، حاجي اويس ۽ آخوند حاجي آدم ڪندا هئا. پوڪرداس لڳاتار 12 سال ڪتابن جي ڇپائيءَ جو ڪم زور شور سان ڪيو ۽ 1898ع ۾ پنهنجي پاڙي نوشهري در شڪارپور ۾ "پوڪر پريس" قائم ڪيائين. جنهن جو اڳتي هلي نالو بدلائي "سنڌ پرنٽنگ پريس نوشهرو در- شڪارپور" رکيائين.

پوڪرداس سنڌي ٻوليءَ کان سواءِ فارسي، گرمکي ۽ ديوناگري، لپيءَ ۾ توڙي سنسڪرت، ڪاٺياواڙي، عربي ۽ انگريزي ٻولين ۾ به ڪتاب ڇپايا. پوڪرداس نهايت خوش اخلاق طبيعت جو مالڪ هو هن جا شڪارپور کان سواءِ هند- سنڌ جي اديبن، شاعرن، دانشورن، صحافين ۽ آفيسرن سان گهرا واسطا هئا. شمس العلماءِ مرزا قليچ بيگ سان به سنو واسطو هئس. جنهن جا پڻ ڪيترا ڪتاب ڇپائي پڌرا ڪيائين. پوڪرداس ڪتابن جي ڇپائيءَ جي واپار کي حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ ۾ به وڌايو اتي پنهنجن پٽن پوجراج، لڇمڻداس ۽ مدن لعل کي اشاعتي ڪم سان لڳايائين. جنهن بعد هنن جي سڃاڻپ "پوڪرداس تاجر ڪتب شڪارپور" مان ڦري "پوڪرداس اينڊ سنز تاجر ڪتب شڪارپور/ حيدرآباد ۽ ڪراچي" ٿي وئي. پوڪرداس، ڇپائيءَ جي لحاظ کان ليٿو گرافيءَ جو دؤر عبور ڪري جديد دؤر ۾ پير پاتو ته جديد ٽائيپ ۾ ڪتابن جي اشاعت جو سلسلو جاري رکيو نهايت ديده زيب ڪتاب شايع ڪرائيندو هو.

سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي هن وڏي خدمتگار 14 اپريل 1934ع تي وفات ڪئي. جنهن کان پوءِ سندس پٽ ڇپائيءَ جي ڪاروبار کي سٺي نموني هلائيندا رهيا. جيڪي ورهاڱي سبب سنڌ ڇڏي هندستان ويا. اهڙيءَ طرح سنڌ هڪ وسيع ادبي ۽ تاريخي اشاعتي اداري کان محروم ٿي وئي.

**پوڪرداس جي ڇاپيل ڪتابن جي فهرست:** پوڪرداس جي اشاعتي اداري پاران ڇاپيل ڪتابن جي لسٽ هن ريت آهي: (1) جهاندار شاهه آرام دل، (2) حاتم طائي وڏو ۽ ننڍو، (3) ممتاز دمساز وڏو، (4) چار درويش وڏو، (5) طوطي نامو، (6) 35 راتيون، (7) الف ليليٰ (حصو 1-2-3-4)، (8) قصو پورن ڀڳت، (9) چندر ڪانتا (1-2-3-4)، (10) دنيا دورنگي، (11) عشق جو سير، (12) شهزادو لعل ۽ جهان بيگم، (13) اگر گل عمدو، (14) زبردستي خون، (15) مزيدار برٿولڊ، (16) مهاراڻي پدمڻي ۽ (17) سوداگر بدرالجمال، (18) شمشير جنگ ۽ راحت جان، (19) حسن عشق ۽ حسن بانو (20) پيانڪ لاش (1-2)، (21) دلپسند ناول، (22) شهزادو ارجمند، (23) سڪندر نامو وڏو، (24) بوستان سنڌي، (25) بيتال پچيس، (26) علمي گلدستو، (27) دنيا جو سير، (28) عالم آبي، (29) دلِ خندان، (30) راجا اندر ۽ سبز پري، (31) سچائيءَ جي سوڀ، (32) زمين تي رهندڙ ساهوارا،

(33) نئون دل بهار، (34) من موهڻي، (35) راجپوتانا جي ديوي، (36) پون ڪمار ۽ راڻي انجنا، (37) روپ بسنت وڏو، (38) پورن وڏو، (39) گوپيچند وڏو، (40) نورجهان بيگم، (41) مومل مينڌرو، (42) ليليٰ مجنون، (43) هير رانجهو (44) عمر مارئي وڏو، (45) سيف الملوڪ، (46) مشهور ڏيڍ ٺڳ وڏو، (47) نئون اڍائي ٺڳ، (48) جادوءَ جا تماشا، (49) جانعالم انجمن آرا، (50) گل صنوبر سوريہ ڪلا، (51) گل منير، (52) ديوان بلبل، (53) دل سوز ناٽڪ، (54) مظفر حسن آرا، (55) خدا دوست، (56) گلزار عشق، (57) مهربان راڻي، (58) قمر الزمان (ناٽڪ)، (59) گل بلبل وڏو، (60) ناول بدگماني، (61) زميندارن ۽ وڏيرن لاءِ هدايتون، (62) چالاڪ وڪيل، (63) رستم پهلوان، (64) شوقين ڏاڙيل، (65) عجيب طلسم، (66) ڪل ٺي ڪل پيو، (67) چٽ سوال پٽ جواب، (68) بهرام بهادر جي ڳالهہ (بيتن ۾)، (69) ظريف الدولہ، (70) الله تنهنجو آسرو، (71) ڏٺي تنهنجي ٽيڪ، (72) ناول: ساڍا اٺ خون، (73) گلبدن راڻي، (74) زنوبيہ راڻي، (75) علي بابا چاليهہ چور، (76) بهادر استري، (77) نقلي مدم، (78) علم ادب، (79) حل تجربات، (80) گڏ ڏهہ قصا، (81) ڍلهہ شيطان جي ناني، (82) عجيب ڳجهارتون (حصو 1، 2 ۽ 3)، (83) دل عمدو قصو (84) مزيدار ڇهڇٽو (85) مورڙو، (86) سهڻي ميهار، (87) پيانڪ پوتني، (88) سندر بائي، (89) ڪل ٺي ڪل بلڪل مزيدار، (90) ڪرشنا سچو پيار، (91) اندر سڀا، (92) شيرين فرهاد، (93) سونو پکي، (94) دل جي وندر، (95) مايہ ظرافت، (96) آئينہ تجارت، (97) تعليم جو فرض، (98) بيربل اڪبر وڏو (حصا 2)، (99) ملا دوپيازو، (100) پکوڙو مل، (101) قباد ۽ مشتري بيگم، (102) آفيمين جا نقل، (103) املين ۽ ڏاڙهين جا نقل، (104) قديم چيني عمدو قصو، (105) دردن جو داستان، (106) بمبئي ناٽڪ گانا، (107) ناول: سچي سڪ، (108) سدا وچ شولنڪا، (109) فئشنبل جنٽلمين، (110) حرڪت مان برڪت، (111) عجب ٺڳي، (112) جن ۽ شيطان، (113) عشق تماشو، (114) ڏيڍ پاجائي، (115) ڪوٺا هلي، (116) طوطو مينا، (117) عدن عاشق، (118) هولي، (120) ڪينهون، (119) درسني هندي، (121) ناول ٽيٽس، (122) دايو ڪوڙي، (123) شراب ۽ پاڻي، (124) آچر مسخرو، (125) منصور شاهہ، (126) للتا، (127) جهڳڙو سون ۽ لوهہ جو (128) انڌيري نگري، (129) نفرت شراب، (130) پينڪرچڪر، (131) جاسوسن ۽ ڌاڪن جي خوفناڪ لڙائي (4 حصا)، (132) ناول لاجونتي، (133) حرص جو شڪار، (134) سنهڙي نانگڻ (1، 2)، (135) عجائب خزانہ، (136) رٽبيرسنگهہ ۽ ڪشوري، (137) رتفلس، (138) قصص الانبيا، (139) روضة الشهداءِ، (140)، جنگنامہ، (141) حج شريف جي سچي تاريخ، (142) قلندر شهباز، (143) احوال شاهہ عبداللطيف، (145) احوال پير غوث بهاءُ الدين، (146) جنگ خيبر، (147) مرثين جو ڪتاب (ثابت علي شاهہ)، (148) مجالس الشهداءِ، (149) خطباوان، (150) بستان الواعظين، (151) گلزار محمدي وڏو ۽ ننڍو، (152) هرڻيءَ جو معجزو، (153) حسن الاموال، (154) نوافل، (155) آداب النڪاح، (156) مقصود المومنين، (157) ڪيميا ڪرامات، (158) لغات لطيفي، (159) بيبي فاطمہ رضہ، (160) ترتيب الصلواة، (161) مدحن جو وڏو ڪتاب، (162) مناقبا ۽ مدحون، (163) تفسير سيقول سنڌي، (164) تفسير تبارڪ ۽ عم سنڌي، (165) پنج گنج معجزه، (166) ذخيرة الفقه سنڌي، (167) معجزو حضرت ابراهيم، (168) پنج سورة، (169) ڪفن دفن، (170) دعا گنج العرش سنڌي، (171) قيامت نامو (172) سخاوت نامو (173) استغفار، (174) مصر جا منارا، (175) چهل حديث، (176) خطبہ نڪاح، (177) نماز مترجم سنڌي، (178) مداح صدر الدين، (179) ادي ادا، (180) ست سنگ جا وچن، (181) تاريخ طاهري، (182) رسومات تباهي، (183) صديق اڪبر رضہ، (184) شرح ديوان فاضل، (185) نيون لاٿاني لاهوتي ڪافيون، (186) سوز عشق غزليات، (187) عاشقانہ آلاپ، (188) فريبي طلسمات، (189) نقش سليماني، (190) مجمع الفوائد، (191) ڪامل تعبير عرف خواب نامو، (192) علم نجوم، (193) ضياءُ الجفر (194) جوتش سوڪڙي، (195) هنرن جو وڏو ڪتاب حصو (1، 2)، (196) فالنامو (197) دوايو، (198) توايو (199) انشا سنڌي وڏو (200) پگهارن جي جنتري، (201) طب اڪسير علوي، (202) جانورن جي طب، (203) طب علاج الغربا، (204) طب ميزان وڏو، (205) طب شفا المراض، (206) طب قوت باهہ، (207) انگي حساب واڻن سان وڏو، (208) شڪارپور ۽ سکر ضلعي جي جاگرافي، (209) دنيا جي جاگرافي، (210) شريمد ڀاڳوت گيتا، (211) راجا وڪرماجيت، (212) ڌرم شاستر، (213) جنم ساکي گرونانڪ، (214) بالميڪي رامائڻ، (215) شريڪ ڌرم، (216) مانسڪ ڌرم، (217) ڌروچرتر، (218) ستي سهاڳڻ، (219) سلوڪ سوامي حصو (1، 2، 3)، (220) نرسي ڀڳت، (221) گيان مالا، (223) ڪٿا چنچر ديوتا، (224) شبد هزاري، (225) سلوڪ ميهر داس، (226) ڪرشن جا ڀڄن، (227) پران مالا، (228) وچن مالا، (229) رتن مالا، (230) سگنڌ مالا، (231) پشپ مالا، (232) راءِ ڏياچ، (233) گهوٽ ڪنوار ماءُ، (234) هالبوة، (235) زالن جي ويم جي طب ۽ (236) پتورتا ناٽڪ عرف ستي سهاڳڻ ناٽڪ، (237) قصد ملان ۽ موالي، (238) مخزن الادويات، (239) قرابا دين علوي، (240) سنڌي طوطي نامو، (241) ديوانِ صنعت، (242) حشرات الارض، (243) سنگ تاري ڪسنگ بوڙي، (244) داستان امير خسرو، (245) گيتا جو ارڙهون اڌياءَ، (246) جپ صاحب، (247) هير رانجهو (248) ديوانِ تاج، (249) ڏاڙهياري جبل جو سير (مرزا قليچ بيگ)، (250) بوستان سنڌي، (251) ڪانگال جا بيت وغيره.

**پوڪ**: پوڪ معنيٰ فصل. جيڪو اناج ۽ ٻئي ڪارج لاءِ پوکجي/ ٻج ھڻجي. پوک کي آبادي بہ چئبو آهي. ’پوڪ‘ ۾ اناج، وڻ، وليون، ٻوٽا وغيره اچي وڃن ٿا.

**پوڪانڙيون**: هيءُ زيور جو هڪ قسم آهي. جيڪو ڪن ۾ پاتو ويندو آهي، جيڪو سون ۽ چانديءَ جو ٺهندو آهي. هندن ۾ عام طرح پاتو ويندو آهي. ڪجي مسلمان سونيون پوڪانڙيون پائيندا آهن. پوڪانڙي ٺاهڻ جو طريقو سونارن وٽ هن ريت آهي: پوڪانڙي مکيہ چئن حصن ۾ ورهايل آهي: ”ڪڙو (مٽيون)، پليٽ (مٽين)، گول گهر ۽ ٺپا.“

سونارا سون کي ڪٽي ۾ صاف ڪري، آريٽن جي پاٽيءَ ۾ اُجاري، پوڪانڙي تيار ڪندا آهن.

**پوڪڻ**: ضلعي ڄامشوري جي تعلقي ٿاڻي بولاخان جي هڪ ديهہ. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

محمد رحيم، محمد صديق، آزاد گبول، زهران پٽ، پوڪڻ، رحيم علي گبول، مينهون چالڪاڻي، ٽونگڙيو محمد ۽ لعل محمد ڪوهلاري.

**پوڪڻ ڪوٽيرو**: هي ڏاتو پاهڻي دؤر جو ماڳ ديھ پوڪڻ، تعلقي ٿاڻي بولاخان ضلعي ڄامشوري ۾ پوڪڻ لانڊيءَ کان ٻه فرلانگ پنڌ تي، اتر ويڪرائي ڦاڪ $25^{0}48'27$ اوير ويڪرائي ڦاڪ $67^{0}44'65$ تي موجود آهي. هتي ڇهن ڪمرن واري پٿر جي ٺهيل عمارت جا ڊٺل آثار ملن ٿا. جن کي مجمدار پنهنجي ڪتاب Exploration in sindh ۾ بيان ڪيو آهي. سندس چوڻ موجب ان ماڳ تي واريءَ جا تھ ڄمي ويا آهن. هتان ڪو ٻه ٺڪرائو وغيره نه مليو آهي. اڏاوت 95 ميٽر ڊگهي 121 ميٽر ويڪري ۽ ڏيڍ ميٽر اوچي آهي. هر ڪمري کي اوير ۾ لنگهه لاءِ دروازن جا نشان نه ٿا ملن. ماڳ چڱي حالت ۾ آهي. ڪوشش ڪرڻ سان ڪريل پٿرن سان پيتين کي جوڙي سگهجي ٿو.

**پوڪڻ لانڊي**: سيوهڻ کان ڪراچي وينڌڙ رستي (جنهن جاءِ تي رستو پوڪڻ نئن اڪري ٿو) تي پوڪڻ لانڊي جي نالي ماڳ آهي. هتان محال ڪوهستان جو علائقو شروع ٿئي ٿو هيءُ ماڳ $25^{0}48'59"$ اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ $67^{0}44'72"$ اوير ڊگهائي ڦاڪ تي موجود آهي. پوڪڻ نئن جي اترين ڪناري- ڪرچات کان 7 ڪلو ميٽر پري آهي. هيءُ هنڌ سنڌو تهذيب ۽ آمري ڪلچر جو ماڳ آهي. هتي تاريخ کان اڳ واري دور جا آثار ملن ٿا. هتي پراڻين اڏاوتن جي پيڙهه جا پٿر ۽ ٺڪرائو پکڙيل آهي. ڏاکڻي حصي ۾ ڏاتو-پٿر جي دؤر جا آثار ملن ٿا. ماڳ جي ماپ 1400x1400 فوٽ ٿيندي. اڏاوت ۾ هڪ پٽ 53x288 فوٽ ايراضيءَ جي آهي. ست فوٽ ويڪرين پيتين سان ڇهه ڪوٺيون آهن، جن جا لنگهه اوير انهن جي طرف آهن ۽ پيڙهه پٿر جي آهي. ڪجهه بني ۽ پوڪڻ هڪ ٻئي کي ويجهو آهن. جيڪا ڳالهه ظاهر ڪري ٿي ته هي هنڌ وڏي اهميت وارو هو. ڇو ته هي ماڳ اهڙي رستي تي آهي، جيڪو سيوهڻ ۽ منڇر کان اينڊڙ رستو ۽ جبل لتاڙي ڪوهستان واري علائقي ۾ داخل ٿئي ٿو. هتان پوءِ ڪيئي واٽون ٺهن ٿيون، جيڪي ڏيساور تائين وڃن ٿيون.

**پولار**: زمين ۽ آسمان جو درمياني مفاصلو، قديم پنجن عنصرن (هوا، باهه، پاڻي، مٽيءَ ۽ پولار) مان هڪ عنصر. پولار اهو هنڌ آهي، جنهن ۾ ڪا به مادي شيءِ موجود نه هجي. ليڪن پر عملي طرح ڪامل پولار پيدا نه ٿي سگهيو آهي، ڇو ته ڪنهن حد تائين اهڙي وٿي پيدا ٿئي ٿي جو ڪجهه دير کان پوءِ اها خالي جاءِ هوا جي داٻ سان پرجي وڃي ٿي. پولار پيدا ڪرڻ جا ڪيترا مصنوعي طريقا عمل ۾ آهن. جهڙوڪ: بند فضا مان هوا خارج ڪرڻ جا پائيپ ٺاهيا ويا آهن. خلا ۾ سفر ڪرڻ وارن لاءِ ٽيوب لائيٽن، ٿرماسن ۽ بوتلن وغيره ۾ خال پيدا ڪري ڪم ورتو وڃي ٿو.

**پولري**: هي هڪ قسم جو ڳهه آهي، جيڪو عورتون پيرن ۾ پائينديون آهن. هي ڳهه پيرن جي منڊين جهڙو ٿيندو آهي، جنهن تي ميناڪاري ٿيل هوندي آهي. خاص ڪري ڪولهي عورتون هي ڳهه پائينديون آهن ۽ ان کي پيرمنڊين بجاءِ "پولريون/پولڙيون" چوندا آهن.

**پولري2**: پولري ٿر جو هڪ لوڪ گيت آهي، جنهن کي ٿر ۾ هندو توڙي مسلمان عورتون ڳائينديون آهن. هيءُ گيت اڪثر شادي مراديءَ توڙي خاص ڏينهن تي ڳائبو آهي. پولريءَ جا ٻول هن طرح آهن:

ماءُ مانهنجي پڳ تي جهٻوڪي پولري

[ اي امڙ منهنجي پير تي پولري چمڪي ٿي]

هينئڙلي هرڪي هار هينهل! ڏاوَي پڳ ري پولري

[ڀيڻ! تنهنجي هيانءَ تي هار ۽ ڏائي پير جي پولري چمڪي ٿي]

ماءُ! مانهنجي جمڻو پڳ جوئي ري

هينهل! پولري چمڪي...

[امڙ! منهنجي ساڄي پير ڏي نهارج، منهنجي ڀيڻ! پولري چمڪي ٿي.]

**پولڪو**: پولڪو ٿري عورتن جو لباس آهي، جيڪو جسم جي مٿئين حصي تي پائبو آهي. پراڻي زماني ۾ پولڪي جي جاءِ تي عورتون ڪنجري ۽ ڪُرتي پائينديون هيون. سنڌ جي ٿر واري علائقي ۽ هند جي راجستان ۾ هندو عورتون پولڪو پائينديون آهن. جنهن جي مٿان ساڙهي پائبي آهي.

**پولن** (ماڳ): ٿرپارڪر ۾ گوڙيءَ جي مندر پرسان هڪ پڪ سرو بُرج ٺهيل آهي، جو "پولن آستان" سڏجي ٿو چون ٿا ته نئيڙ (جوڌپور پرڳڻي جي هڪ ڀاڱي) جو راجا پولن نالي راٺوڙ نسل مان هو هڪ دفعي پارڪر جا ڏاڙيل نئيڙ مان چوپايو مال چوري ڪري آيا ته راجا پولن واهر ڪري ڏاڙيلن جي پويان پيو ۽ انهيءَ برج واري هنڌ تي چورن سان دوبدو مقابلو ڪيو. گهڻيءَ رتوڇاڻ بعد پولن بهادريءَ سان وڙهندي مارجي ويو. 1743ع ۾ سندس ياد ۾ اهو ڏيهرو (ڏيوَرو، برج يا چبوترو) جوڙيو ويو.

**پولو**: پولو اميرن ۽ وڏن ماڻهن جي راند آهي. هيءَ راند پاڪستان جي اترين ضلعن ۽ فوج ۾ عام ڪيڏي ويندي آهي. پولو راند چين، وچ ايشيا ۽ برصغير جي گهوڙي سوارن ايجاد ڪئي هئي. ان کان پوءِ هن راند کي قديم ايرانين، عربن، مغلن، منگولن ۽ چينين اختيار ڪيو. ايران ۾ به هيءَ راند ڪيڏي ويندي هئي. فارسيءَ جي مشهور شاعر فردوسيءَ پنهنجي ڪتاب "شاهنامه" ۾ پڻ پولو جو ذڪر ڪيو آهي. برصغير ۾ مغل شهنشاهه جهانگير جي زال بيگم نورجهان پولو راند جي هڪ ماهر رانديگرياڻي هئي.



پولو راند جو هڪ ڏيک

لاهور جي عجائب گهر ۾ مغل دور جي هڪ تصوير ۾ مغل عورتن کي پولو ڪيڏندي ڏيکاريو ويو آهي. ان مان ظاهر آهي ته پولو راند مغل شاهي عورتن جي به پسنديده راند هئي. پولو چينين جي به شاهي راند هئي. جپانين هيءَ راند چين کان سکي هئي. ائين صدي عيسويءَ ۾ وچ ايشيائي ماڻهن کان عربن هيءَ راند سکي. برصغير ۾ برطانوي دور ۾ پولو جي باقاعدي تنظيم سازي ڪئي وئي. پاڪستان پولو ايسوسيئيشن جي ڪوشش سان هيءَ راند اڄا تائين زنده آهي.

**پولونارو جو مندر** (Place of Polonnaruwa): پولو نارو نالي شهر جو شمار سريلنڪا جي قديم شهرن ۾ ٿئي ٿو هن شهر ۾ پٿر سان اڏيل پولونارو نالي هي بادشاهي محل. ائين ء ڪان تيرهين صدي عيسويءَ جي وچ واري عرصي ۾ اڏيو ويو هو. چيو وڃي ٿو ته سريلنڪا جي هوڏي منش راجا هي محل تعمير ڪرايو هو. سندس وفات ڪان پوءِ اج تائين اهو محل هوڏي راهبن ۽ ڀڪشوئن جي عبادت ۽ رهائشگاهه پئي رهيو آهي. جنهن


پولونارواجو مندر

جي مک دروازي وٽ گوتم ٻڌ جو هڪ عاليشان مجسمو رکيل آهي. جو سريلنڪا جي هوڏي ماڻهن لاءِ اج به هڪ مقدس زيارت جي حيثيت رکي ٿو هن عمارت جي چاڙهين ۾ استعمال ٿيل گاڙهي پٿر بابت چيو وڃي ٿو ته اهو ڊيسا ور مان آندو ويو هو.

**پولي ٽيڪنڪ** (Polytechnic): اعليٰ تعليم جا ڪاليج آهن. جن ۾ پيشوراڻي نوعيت جا ڪورس ڪرايا ويندا آهن. پهريون پولي ٽيڪنڪ ادارو 1794ع ۾ پيرس ۾ قائم ٿيو. جنهن جو مقصد توپ خاني ۽ انجنيئرنگ جي فوجين کي ٽيڪنيڪي تربيت ڏيڻ هو. جرمني اڻويهين صدي جي وچ واري ڏهاڪي ۾ پولي ٽيڪنڪ ادارا کولڻ شروع ڪيا. جڏهن ته يو. ڪي ۾ هي رواج 1880ع کان پوءِ شروع ٿيو. هينئر هي تعليم عام آهي. پاڪستان، سنڌ ۾ پڻ ٽيڪنيڪل تعليم جو بورڊ ٺهيل آهي. جنهن جي ماتحت هي ڪاليج هلن ٿا.

**پوليس:** پوليس لفظ اصل ۾ Protection Of Life In Civil Establishment جو مخف آهي. يعني ماڻهن جي زندگين جي بچاءَ جو ڪاتو. قديم يونان ۾ سڀ کان اول هن قسم جي اداري جو ملي ٿو جڏهن غلامن کي سزائون ڏيڻ وارا جج مقرر ڪيا ويندا هئا ته انهن کي 'پولس' سڏيو ويندو هو. سڀ کان اول ائينس ۾ سٿين (Sythian) غلامن جي ٽي سو ماڻهن جي متان پوليس جو پهرو ويهاريو ويو جيئن ٽن سون جي غلامن جي ميڙ کي ضبط ۾ رکي سگهجي. انهن ضبط رکندڙن کي بہ 'پوليس' سڏيو ويو ان زماني ۾ ڏوهارين ۽ قيدين کي ضبط ۾ رکڻ لاءِ جيڪي شخص مقرر ڪيا ويندا هئا، انهن کي بہ "پوليس" سڏيو ويندو هو يونانين کان پوءِ رومي وٽ بہ آگسٽس جي زماني ۾ ان قسم جي ڪاتي جو تصور ملي ٿو انهن کي ويجيليس سڏبو هو 17 ۽ 18 صديءَ ۾ پوليس جو تصور مغرب وارن وڏيو ۽ فرانس جي قانوندانن ۽ عالمن هن اداري کي هٿي ڏني ۽ تصور کي چٽو ڪيو 1705ع ۾ نڪولاس ڊيلامر (Nicholas Delamer) پوليس تي Trait de la Police نالي ڪتاب لکيو ان کان پوءِ پوليس جي قانونن تي هڪ ڪتاب جرمني ٻوليءَ ۾ Poliz eiwissenchaft نالي لکيو ويو. پر سڀ کان اول لوئس چوڏهين جي دور 1665ع ۾ هن قسم جي پوليس مغرب جي وڏي شهر پئرس ۾ مقرر ڪئي وئي. جنهن کي فرانس جي پارليامينٽ قانوني طور 15 مارچ 1667ع ۾ باقاعده منظور ڪيو ان کان پوءِ ٿوري گهڻي ڦير سان پوري يورپ ۾ پوليس جو تصور اپريو.

پوليس، حڪومت جو انتظامي ڪاتو آهي. جيڪو ملڪ ۾ امن امان ۽ حفاظت جي لاءِ ذميوار هوندو آهي. پاڪستان ۾ ٻن قسمن جي پوليس فورس ڪم ڪري ٿي، هڪ مرڪزي پوليس جيڪا مرڪزي حڪومت جي ماتحت هوندي آهي ۽ ٻي صوبائي پوليس. جيڪا مقامي حڪومت جي حڪم هيٺ هوندي آهي. مرڪزي حڪومت جي پوليس بين الاقوامي ۽ غير ملڪي ماڻهن جي چرپر تي نگراني رکندي آهي. صوبائي پوليس ڏوهن جي روڪ ۽ امن امان قائم ڪرڻ لاءِ ذميوار هوندي آهي. فرضن جي حوالي سان پوليس جا ڪيترائي شعبا آهن. جن ۾ تفتيشي ڪاتو (Investigation Department)، رشوت توڙ ڪاتو دهشتگردي روڪ پوليس، هٿياربند پوليس ۽ جيل پوليس وغيره.



پوليس جي پاسنگ آئوٽ پريڊ جو ڏيک

پوليس جا فرد، جيڪي قانون تي عمل ڪرائيندا آهن. حڪومتي قاعدن کي برقرار رکندي عوام جي جان ۽ مال جي حفاظت لاءِ مقرر هوندا آهن. ڪيترن ملڪن ۾ پوليس کي سياسي نوعيت جا ڪم به ڪرڻا پوندا آهن. يورپي ملڪن ۾ پوليس ڪاتي جو تعلق مرڪز سان هوندو آهي. پر آمريڪا ۾ هيءُ ڪاتو مقامي اختيارين جي هٿ هيٺ آهي. اسڪاٽ لئنڊ يارڊ، برطانيا جي پوليس جو مشهور تفتيشي ادارو آهي. جنهن کي 1829ع ۾ سر رابرٽ جي نظام مطابق ٻيهر منظم ڪيو ويو اهو ادارو تفتيش جي سلسلي ۾ ٻين ملڪن جي مدد به ڪندو رهي ٿو محترمہ بينظير ڀٽو جي شهادت بعد ان واقعي جي جاچ لاءِ حڪومت جي گذارش تي 2008ع ۾ اسڪاٽ لئنڊ يارڊ جي هڪ ٽيم پاڪستان آئي، تفتيش ڪئي هئي. جڏهن ته آمريڪا ۾ باقاعدي پوليس فورس جي قيام کان پوءِ 1844ع ۾ نيويارڪ سٽي آرگنائيزيشن ٺاهي وئي. اتي ايف. بي. آءِ جي اداري "جاسوسي" کان سواءِ ڪو ٻيو باقاعدي وفاقي پوليس جو ادارو ڪونهي.

سنڌ ۾ پوليس نظام 1843ع ڌاري سر چارلس نيپئر متعارف ڪرايو. جنهن جي نگراني برطانوي فوج جا اعليٰ عملدار ڪندا هئا. ان وقت پوليس

فورس نهايت منظم ۽ ايماندار ليکيو ويندو هو. اڳتي هلي 1860ع ڌاري هندستان ۾ راڄ ڪندڙ برطانوي حڪومت هڪ پوليس ڪميشن جو قيام عمل ۾ آندو. جنهن جون واڳون مسٽر ايچ. ايم ڪورٽ جي هٿ ۾ ڏنيون ويون. ان پوليس ڪميشن ۾ واضح ڪيو ويو ته پوليس جون ذميواريون فوج کان الڳ سِول سطح جون هونديون. جڏهن ته تنظيمي ڍانچو ۽ ڊسيپلين فوج وانگر مضبوط هوندو. پاڪستان ۾ موجوده پوليس کاتي جو نظام ان ساڳئي چارٽر تحت لاڳو آهي. هر صوبي جي پوليس جيان سنڌ پوليس جو انتظامي ڍانچو به ضلعي ۽ تعلقي سطح تي مختلف پوليس آفيسرن جي هٿ هيٺ عوام جي حفاظت لاءِ مقرر ٿيل آهي.

پوليس جي مکيه ذميوارين ۾ عام ماڻهن جي حفاظت ڪرڻ؛ ٿاڻن جي مقرر حدن ۾ ڏوهن کي روڪڻ؛ منشيات ۽ غير قانوني عملن خلاف ڪارروائي ڪرڻ؛ پيشه ور ڏوهارين جي ڳولا ڪري کين گرفتار ڪرڻ، شڪي ماڻهن تي نگاهه رکڻ؛ سماجي نا انصافين، زنا ۽ ٻين غير اخلاقي سرگرمين خلاف مقرر قانون تحت ڪارروائي ڪرڻ؛ دهشتگرديءَ کي روڪڻ لاءِ اپاءَ وٺڻ؛ ڦورن ۽ ڌاڙيلن کان عام شهرين جي حفاظت ڪرڻ؛ غير قانوني گاڏين جي چرپر کي روڪڻ ۽ ڏوهن تي ضابطو آڻي ڏوهارين کي عدالت تائين پهچائڻ وغيره شامل آهن.

هر صوبي ۾ پوليس جو اعليٰ سربراهه آءِ. جي (انسپيڪٽر جنرل) هوندو آهي. جڏهن ته ڊي. آءِ. جي سطح جا مختلف آفيسر مختلف ڊويزنن ۾ مقرر هوندا آهن. ڪراچي جيئن ته سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ ۽ وڏو شهر آهي، اتي پوليس جو مکيه ذميوار آفيسر سي. سي. پي. او سڏجي ٿو. ٿاڻن جي سطح تي هڪ اسٽيشن هائوس آفيسر مقرر هوندو آهي، جنهن جي ماتحت اي. ايس. آءِ ڪندا آهن ۽ مقرر حدن ۾ گشت ڪري عوامي حفاظت ۽ مدد ڪرڻ سندن فرضن ۾ شامل آهي.

پوليس کاتي تي ڪرپشن جا الزام به لڳندا رهيا آهن. ان نظام ۾ سڌارا آڻڻ جي ڪوشش ڪندي پرويز مشرف جي دؤر ۾ ”پوليس آرڊر 2002“ نافذ ڪيو ويو. هن وقت ملڪ ۾ هر ننڍي وڏي شهر ۾ وَن فائيو (15) نالي مددگار پوليس جو ٽيمون به جوڙيل آهن، جن کان ڪنهن به واقعي، حادثي يا هنگامي صورت ۾ ڪنهن به قسم جي فون تان 15 نمبر ملائي سندن مدد حاصل ڪري سگهجي ٿي.

**پوليس عملي ڪارروائي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب پوليس عملدار عبدالستار ڪرل جو لکيل آهي، جنهن ۾ پوليس جي قانونن ۽ ڪاررواين بابت ڄاڻ ڏنل آهي. هيءُ ڪتاب پوليس کاتي جي تربيتي اسڪولن ۽ سينٽرن ۾ ڪورس طور پڙهايو ويندو آهي. آءِ. جي سنڌ جي حڪم هيٺ لکرايو ويو هو. جيڪو ان وقت جي مروج قاعدن جو جامع دستاويز آهي. هي ڪتاب سي. ايس. ايس ڪندڙ ۽ اي. ايس. آءِ جو امتحان ڏيندڙ شاگردن لاءِ پڻ وڏي اهميت رکي ٿو. ڊيمي سائيز جي ڪچي جلد واري هن ڪتاب ۾ 203 صفحا آهن ۽ قيمت 40 رپيا اٿس. هيءُ ڪتاب پي. ٽي. ايس شهدادپور (ضلعي سانگهڙ) پاران 1996ع ۾ شايع ڪرايو ويو.

**پولي گراف** (Polygraph): پولي گراف مختلف سائنسي رڪارڊنگ جي اوزارن مان ٺهيل هڪ اوزار آهي، جيڪو ڪنهن ماڻهو کان پڇيل سوال تي ان جي جسماني رد عمل کي رڪارڊ ڪندو آهي، عام طور ان کي ڪوڙ جي جاچ لهڻ وارو اوزار چوندا آهن. پولي گراف جو گهڻو استعمال ڏوهن جي جاچ ۾ ٿيندو آهي، ان جو استعمال سيڪيورٽيءَ جي مقصد لاءِ به ڪيو وڃي ٿو. جيئن ته ڪا به مشين قطعي طور به ڪنهن ماڻهو جي ڏوهه کي ظاهر نه ٿي ڪري سگهي، ان ڪري پولي گراف جي نتيجن کي شاهدين ۽ معلومات سان ملائي ڏٺو ويندو آهي. مثال: ان ٽيسٽ جي ڪري جذباتي



دٻاءَ کي ڪوڙ قرار ڏيڻ ضروري ناهي، ائين به ٿي سگهي ٿو ته ڪو ماڻهو ڪوڙ ڳالهائڻ جو عادي هجي، ان ڪري جواب ڏيڻ وقت اوزار ان جو رد عمل معلوم نه ڪري سگهي. عام بدحواسي، بيچيني، ٽيسٽ کان اڳ گهڻي پڇا ڳاڇا، جسماني ۽ ذهني لحاظ کان مناسب رويو يا سوال کان لاپرواهي به ٽيسٽ جي رپورٽ کي متاثر ڪري سگهي ٿي. بهرحال پولي گراف اهو اندازو لڳائڻ لاءِ بنياد مهيا ڪري سگهي ٿو ته ٽيسٽ ڏيندڙ شخص جا جواب صحيح آهن يا نه. پولي گراف اصل ۾ ڪيترن ئي اوزارن جو مجموعو آهي، جيڪي رت جي دٻاءَ، نبض ۽ ساهه کڻڻ جي تبديلين کي هڪ ئي وقت رڪارڊ ڪن ٿا. هيءُ اوزار 1945ع ۾ آمريڪا جي ڏوهن جي ماهر جان ايڊورڊ ريڊ ايجاد ڪيو هو.

**پولينڊ** (Poland): هن ملڪ جو سرڪاري نالو جمهوريه پولينڊ ”رزڪز پاسپوليتا پولسڪا“ (Republic of Poland) آهي. هن ملڪ جو نالو سلاوڪ قبيلي Polane مان نڪتل آهي. Polane جي معنيٰ آهي ”ميدان“ يا ”سنوت“. پولينڊ جو ملڪ اوڀر وچ يورپ ۾ آهي، جنهن جي اتر ۾ بالٽڪ سمنڊ، اوڀر ۾




روس، لٿوانيا، بيلارس ۽ يوڪرائن. ڏکڻ ۾ سلواڪيا ۽ چيڪ جمهوريه ۽ اولهه ۾ جرمني جا ملڪ آهن. پولينڊ جي ڪل پکيڙ 312683 چورس ڪلوميٽر (120695 چورس ميل) ۽ آبادي 3 ڪروڙ 86 لک 44 هزار آهي.

پولينڊ جي گاديءَ جو هنڌ وارسا (Warsa) آهي ۽ ملڪ جو سڀ کان مٿانهون هنڌ رائسڪ پيڪ (بلندي: 2500 ميٽر) آهي. پولينڊ جي سرڪاري ٻولي پولش آهي. جڏهن ته هتي جرمن ۽ روسي ٻوليون به ڳالهايون وڃن ٿيون. پولينڊ هڪ آزاد جمهوريه آهي، جتي صدارتي ۽ پارلياماني نظام حڪومت قائم آهي. صدر رياست جو مملڪتي اڳواڻ (هيڊ آف اسٽيٽ) چيف ايگزيڪيوٽو ۽ هٿياربند فوج جو ڪمانڊر انچيف آهي. وچولي موسمي دائري ۾ هئڻ سبب پولينڊ جي موسم خوشگوار رهندي آهي. بارش جو ساليانو تناسب 600 ملي ميٽر آهي. پولينڊ جي مکيه زرعي پيداوار پٽاٽا، ڪڻڪ، گجر، ٽماٽ، ڪڻڪ، ڪپهه وغيره جو آهي ۽ اتان جي مکيه صنعتن ۾ سامونڊي جهاز، فولاد، مشينري، ڪيميائي شيون، موٽرگاڏيون، شراب، سيمينٽ، ڪپڙو، ڪاغذ ۽ ماهگيري آهي. پولينڊ جي آزاديءَ جو ڏهاڙو 22 جولاءِ 1944ع آهي ۽ هن ملڪ کي گڏيل قومن جي اداري (UNO) جي ميمبرشپ 24 آڪٽوبر 1945ع کان حاصل آهي.

**پوليو** (Polio Mellitus): هيءَ هڪ قسم جي بيماري آهي، جيڪا وائرس ذريعي جسم ۾ پيدا ٿيندي آهي. هن وائرس جا جيوڙا جيڪي گول چلن وانگر هوا مان هڪڙي ماڻهوءَ کان ٻئي ماڻهوءَ تائين ڦهلجي بيماري پکيڙيندا آهن. هيءَ بيماري جسم ۾ رت جي نالين مان ٿيندي، تنتي سرشتي تائين پهچي ٿي. هيءَ بيماري بخار، مٿي جي سُور، بدهضمي، الٽين، نڪ ۽ چيلهه جي آڪڙ جي صورت ۾ ظاهر ٿئي ٿي، جيڪا انساني معذوريءَ جو سبب بڻجي ٿي.

پوليو يوناني (Greek) ٻوليءَ جي لفظ Polio's- Myeliositis جو وچور آهي. Polio's جي معنيٰ آهي Grey، يعني ڪنهن عضوي جو سُڪي وڃڻ، يا ڪري پوڻ ۽ Myelo's جي معني آهي Spinal Cord، يعني مغزي ڏوري. جڏهن ته ٻنهي لفظن کي ملائي پڙهبو ته ان جو مقصد ٿيندو: اهڙي بيماري، جنهن ۾ مغزي ڏوري سُڪي وڃي، يا ڪَري پوي.



هن يوناني لفظ مان انگريزي لفظ Polio-Myelitis ورتو ويو آهي، جنهن جي به لڳ ڀڳ ساڳي معنيٰ آهي يعني مغزي ڏوريءَ جي اهڙي بيماري، جنهن ۾ ڪرنگهو (Sine) سُڪي وڃي يا ڪِري پوي. هن بيماريءَ جي پراڻي تاريخ تي نظر وجهبي ته مصر جي ڏڻ جي کوٽائي مان (1365-1453 ق. م) جا جيڪي چٽساليءَ وارا ڊگها پٿر (Stele) لڌا آهن، تن تي چٽيل تصويرن مان صاف ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته صحتمند ماڻهن جا مٿيان عضوا تندرست آهن. پر سندن هيٺيان لِڱ ڏٻرا ۽ سُڪل آهن. ۽ ننڍن توڙي وڏن ٻارن جون ٽنگون به سُڪل آهن، تنهنڪري اُهي لٺ جي آڌار تي هلندي ڏيکاريا ويا آهن. جنهن جو مطلب ته هيءَ بيماري قديم مصر ۾ به عام هئي.

1789ع ۾ هڪ انگريز فزيشن مائيڪل انڊروڊ Dr. Michael Underwood پهريون ڀيرو ٻڌايو ته پوليو هيٺين ڌڙ جي ڪمزوريءَ (Debility) جي بيماري آهي. هڪ ٻئي ڊاڪٽر جيڪب هيني (Dr. Jacob Heine) سن 1840ع ۾ ٻڌايو ته پوليو جي بيماري هيٺئين ڌڙ جواڙ رنگ (فالج: Paraplegia) آهي، پر ميڊيڪل سائنس جي دنيا ۾ پهريون ڀيرو ويهين صديءَ جي ابتدا ۾ 1908ع ۾ ڊاڪٽر ڪارل لينڊ اسٽينر (Dr. Karl Landsteiner) پوليو جو وائرس ڳولي لڌو ۽ هن دنيا وارن اڳيان ثابت ڪيو ته پوليو جي بيماري نه هيٺئين ڌڙ جي ڪمزوريءَ جي ڪري ٿئي ٿي، نه وري هيٺئين ڌڙ جواڙ رنگ آهي؛ پر پوليو هڪ الڳ بيماري آهي، جيڪا پوليو وائرس (Polio virus) جي ڪري ٿئي ٿي.

پوليو جي بيماري نهايت خطرناڪ ۽ پکڙجندڙ بيمارين مان آهي، جيڪا هڪ مريض کان ٻئي مريض تائين پوليو وائرس (Polio Virus) جي ذريعي پکڙجي ٿي. پوليو جو وائرس مريض جي جسم جي تنتي سرشتي جي اوجن (Nerves Cells (Motor Neurons) تي حملو ڪري مريض جي جسم جا عضوا ڪاري يا جڏا ڪري وجهندو آهي. هيءَ بيماري عمر جي ڪنهن به حصي ۾ ٿي سگهي ٿي. پر گهڻي ڀاڱي ٽن کان پنجن سالن کان گهٽ عمر جي ٻارن ۾، ٻين عمر وارن ماڻهن جي ڀيٽ ۾ 90 سيڪڙو وڌيڪ ٿئي ٿي. دنيا جي تاريخ ۾ ٻارن جا عضوا جيترا هن بيماريءَ جڏا ڪيا، ۽ ڪاريا آهن. شايد ڪنهن ٻي بيماريءَ ايترا ٻارن جا عضوا ڪاريا ۽ جڏا ڪيا هجن.



پوليو وائرس

1952ع ۾ هڪ محسن انسانيت ڊاڪٽر جوناز سالڪ (Dr. Jonas Salk) پوليو جي بيماريءَ کي اڳواٽ روڪڻ لاءِ احتياطي اُپائن لاءِ پوليو جي وائرس (مئل وائرس) مان سُئي ايجاد ڪئي، جنهن تي وڌيڪ تجربا ڪري هن سن 1955ع جي 15 اپريل تي سُئي جا عمر جي حساب سان وزن مقرر ڪري پوليو ويڪسين (Polio Vaccine) کي دنيا ۾ ٻارن لاءِ عام ڪيو. بعد ۾ هڪ ٻئي قابل ڊاڪٽر البرٽ سابن (Dr. Albert Sabin) سن 1957ع ۾ ساڳي سُئيءَ مان ڦڙا ايجاد ڪيا، جن ڦڙن تي وڌيڪ تجربا ڪري سن 1962ع ڌاري پوري دنيا جي ٻارن کي ڦُڙن پيارڻ جو لائسنس حاصل ڪيو. هنن ٻنهي لائق ڊاڪٽرن جي محنت سان هينئر سڄي دنيا جي سڌريل ملڪن ۾ ٻارن جي هيءَ بيماري (پوليو) مڪمل طور ختم ٿيندي پئي وڃي. پاڪستان ۾ به ٻارن کي پوليو جا ڦڙا پيارا وڃن ٿا، پر ان هوندي به هيڪڙ ٻيڪڙ ڪٿي نه ڪٿي هيءَ بيماري پوليو جي ڦڙن پيئل ٻارن کي به ٿي پَوي ٿي، جنهن جو سبب هڪ ته ٻارن کي مدي خارج پوليو جا ڦڙا پيارڻ آهي، ٻيو مائٽن طرفان بي ڌيانيءَ سبب ٻارن کي وقت تي ڦڙن جا پورا وزن نه پيارڻ آهن ۽ اڄ ۾ ٻارن کي پوليو جا ڦڙا پيارڻ جڏي ڏيڻ پڻ ان جو سبب بڻجي ٿو.

**(ب) بيماري ٿيڻ جو سبب** (Aetiology): پوليو جي بيماريءَ ٿيڻ جو بنيادي سبب پوليو وائرس (Polio Virus) آهي، جيڪو مريض جي جسم ۾ وات مان کاڌي جي شين يا پاڻيءَ جي ذريعي داخل ٿي ننڍي آنڊي (Small Intestine) ۾ پهچي واڌ ويجهه ڪندو آهي، پوليو جو وائرس هڪ ڀيرو آنڊي ۾ داخل ٿيڻ کانپوءِ واڌ ويجهه دوران رت جي وهڪري (Blood Strea) ۾ داخل ٿي دماغ جي تنتي سرشتي جي مرڪز تي حملو ڪندو آهي، جتان جسم ڏي هيٺ تنتي تاندورن (Nerve Fibers) جي ذريعي پکڙيو آهي، پوليو جو وائرس جيئن واڌ ويجهه ڪندو آهي ته تنتي اوڄن (Nerve Cells/ Moto Neurons) کي به تباهه ڪندو آهي، جيڪي جسم جي مختلف عضون جي مشڪن جو نظام هلائيندا آهن. ان ڪري جوڪم هيٺ آيل مشڪون پنهنجو قدرتي (طبعي) عمل برقرار رکي نه سگهنديون آهن.

**(ڀ) پوليو وائرس جي واڌ ويجهه جا ذريعا** (Breeding Means of P.V): پوليو جي وائرس (P.V) جا ننڍي آنڊي ۾ پهچڻ کان اڳ ۾ ٻيا به ڪجهه اهم ذريعا آهن، جتي هيءُ وائرس واڌويجهه ڪري ٿو جهڙوڪ: (i) پوليو جو وائرس مريض جي وات ۾ داخل ٿيڻ کان اڳ ۾ پيٽ جي بيٺل پاڻي (ٻلي اهو چو نه واٽر سپلاءِ جو پاڻي به ٿي سگهي ٿو) ۾ واڌ ويجهه ڪري ٿو ۽ ان ناقص پاڻي پيئڻ دوران مريض جي پيٽ ۾ هليو وڃي ٿو جتي اجا به وڌيڪ واڌ ويجهه ڪري ٿو

(ii) پاروٽي رکيل کاڌي (فرج ۾ رکيل کاڌو به شامل هوندو آهي) ۾ پوليو جو وائرس واڌ ويجهه ڪري ٿو ۽ اُهو روڳي کاڌو کائڻ دوران هيءُ وائرس مريض جي پيٽ ۾ هليو وڃي ٿو، جتي اجا به وڌيڪ ننڍي آنڊي ۾ واڌ ويجهه ڪري ٿو.

(iii) ڪلين جي آپريشن ڪرائڻ (Tonsillectomy) کانپوءِ هن وائرس لاءِ آسانيءَ سان دروازو کلي پوندو آهي ته مريض جي پيٽ ۾ هليو وڃي ۽ اُتي وڃي واڌ ويجهه ڪري. ياد رهي ته ڪليون قدرت طرفان انسان کي مليل اهڙا غدود آهن، جيڪي انيڪ قسم جي جيوڙن ۽ وائرس کي پيٽ يا ٻين عضون ڏي داخل ٿيڻ کان اڳ ۾ ڳهي ناس (Phagocyte) ڪري ڇڏيندا آهن. هي غدود اندروني عضون جي بيماريءَ کان بچاءَ جا چوڪيدار آهن. مائٽن جي بي ڌياني ۽ لاپرواهيءَ ڪري ٻارن جون ڪليون هر هر سڄي پونديون آهن ۽ انهن ۾ سوزش ٿي پوندي آهي. هر هر ڪليون سڄڻ ڪري اُهي ايتريون وڏي وينديون آهن، جو مائٽ ٻارن جي روز روز جي آزار کان تنگ ٿي ٻارن جي ڪلين جو آپريشن ڪرائي ڪليون ڪيرائي ڇڏيندا آهن. ائين ڪرڻ سان مائٽ ٻار جو ڪيڏو وڏو نقصان ڪندا آهن، ان جو اندازو لڳائي نٿو سگهجي.

(iv) هن بيماريءَ جو وائرس اونهاري ۽ سرءَ جي موسم ۾ وڌيڪ واڌ ويجهه ڪندو آهي ۽ ٻين موسمن جي ڀيٽ ۾ هنن ٻن موسمن ۾ حملو به وڌيڪ ڪندو آهي، ۽ هيءَ بيماري زور به هنن ٻن موسمن ۾ وڌيڪ وٺندي آهي.

**(پ) پوليو جون علامتون** (Clinical Symptoms): شروع ۾ مريض کي بخار ٿيندو آهي، جيڪو ڪجهه ڏينهن لاڳيتو هلندو آهي. انهيءَ وچ ۾ مريض جو بدن نستو ۽ لُڙو ٿي ويندو آهي. بخار سان گڏ مٿي ۾ سور ۽ التيون ٿينديون آهن. مرض جڏهن اڳتي وڌندو آهي ته مريض جي ڳچي آڪڙجي ويندي آهي ۽ سڄي بدن جي عضون ۾ پيڙ وارو سور ٿي پوندو آهي ۽ آخر ۾ پوليو جي پختي علامت مريض ۾ ظاهر ٿيندي آهي ته مريض جي هڪ عضوي يا گهڻن عضون جي مشڪن جي ٻنڌڻن (Tendons) مان آهستي آهستي قدرتي رد عمل (Reflexes) گهٽجي ويندو آهي، يا ختم ٿي ويندو آهي. نتيجي ۾ اُهو عضوو يا عضوا ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏيندا آهن ۽ بلڪل فالج واري صورت وٺي ويهندا آهن. پوليو جون علامتون گهڻو ڪري ڊاڪٽر جي تجربي ۽ ڏاهپ جي آڌار تي سڃاتيون وينديون آهن.

**(ت) بيماريءَ جي اوسر جو عرصو** (Incubation Period): پوليو جي بيماريءَ ٿيڻ جي اوسر جو عرصو هڪ ڪرو نه آهي. مختلف مريضن ۾ مختلف وقتن تي هيءَ بيماري ظاهر ٿئي ٿي. اهو سڀ ڪجهه وائرس جي تعداد ۽ وائرس جي حملي تي دارومدار رکي ٿو ته ڪنهن مريض ۾ هڪ ئي وقت ۾ ڪيترا وائرس داخل ٿيا يا مريض تي وائرس ڪيترو زوردار حملو ڪيو آهي. مثال: جيڪڏهن هڪ ئي وقت ۾ گهڻا وائرس مريض جي جسم ۾ داخل ٿيندا ته ان جي اوسر جو عرصو بلڪل مختصر هوندو. جيڪو ڪجهه ڪلاڪ ٿي سگهي ٿو. جنهن لاءِ مريض (ٻار) جا مائٽ اها دانهن ڪندا آهن ته مريض بلڪل ٺيڪ هو. ڪيس اوچتو اوچتو الائي ڇا ٿي ويو آهي جو هن جا سنڌ (يا ڪو هڪ عضوو) سڪي ويا آهن. ڪن مريضن ۾ پوليو وائرس جسم ۾ داخل ٿيڻ کان پوءِ ڇهن ڏينهن کان ويهن ڏينهن ۾ بيماري جي اوسر ڪندو آهي. ڪن مريضن ۾ ٽن کان پنجٽيهن ڏينهن ۾ پوليو وائرس مريض جي جسم ۾ داخل ٿي بيماريءَ جي اوسر ڪندو آهي. اُهو به ڏٺو ويو آهي ته ڪن مريضن ۾ ڊگهي عرصي تائين جسم ۾ رهي پوءِ بيماري ظاهر ڪندو آهي. هڪ ڀيرو پوليو جو وائرس انساني جسم ۾ داخل ٿيو ته دير سوير اَوس پوليو جي بيماري ڪري وجهندو آهي.

**(ٽ) پوليو جا قسم** (Types of Polio): عام طور خيال ڪيو ويندو آهي ته پوليو جو هڪ ئي قسم (ڪرنگهي وارو پوليو) آهي جنهن پوليو ۾ ڪو به هڪ عضوو خاص ڪري هڪ ٽنگ، هڪ ٻانهن يا هيٺيون ڌڙ سڪي (Atrophy) ويندو آهي. پر ائين ناهي پوليو جا ٻيا به قسم آهن، جهڙوڪ: (i) ڪرنگهي وارو پوليو (Spinal Polio)، (ii) مغزي ڏوريءَ وارو پوٽليو (Bulbar Polio) ۽ (iii) مغزي ڏوري ۽ ڪرنگهي جو گڏيل پوليو (Bulbo Spinal Polio).

**(i) ڪرنگهي وارو پوليو** (Spinal Polio): هن قسم جو پوليو ٻين سڀني قسمن جي پوليو ۾ عام ۽ گهڻو ٿئي ٿو هن قسم جي پوليو ۾ پوليو جو وائرس (Polio Virus- P.V) مريض جي ڪرنگهي (Spine) جي سامهون وارن اڳين اوڄن (Anterior Horn Cells) يا ڪرنگهي جي خاڪي مادي (Gray matter) جي حرڪي اوڄن (Moto Neurons) تي حملو ڪري، حرڪي اوڄن کي بيڪار بڻائي ڇڏيندو آهي. حرڪي اوڄن جي بيڪار ٿيڻ ڪري مريض جي هيٺين ڌڙ سنڌن، لڱن ۽ لڱن جي هڪ ٻئي سان ڳانڍاپي وارين مشڪن جي چرپر ۽ فعل بيڪار ٿي وڃي ٿو ياد رهي ته حرڪي اوڄن جي ڪري مشڪون پنهنجو طبعي فعل درست به ڪري سگهنديون آهن ۽ ان فعل کي قائم رکي به سگهنديون آهن. حرڪي اوڄن جي تباهيءَ ڪري مشڪون دماغ يا ڪرنگهي کان ڪي به فعلياتي حڪم (Signals) حاصل ڪري نه سگهنديون آهن تنهنڪري مشڪن ۾ تحرڪ پيدا ڪو نه ٿي سگهندو آهي. ان ڪري ڪجهه وقت کان پوءِ مشڪن ۾ ڀريائين ڪمزوري ٿيندي آهي، پوءِ سوڪ ڪائينديون (سڪي: Atrophy) وينديون آهن

۽ آخر ۾ مشڪن ۾ مڪمل فالج ٿي پوندو آهي، جنهن ڪري مشڪن ۾ مڪمل تباهي ايندي آهي. جنهن کي "اسپن ڪرنگهي وارو پوليو" چوندا آهيون. هن قسم جي پوليو ۾ پوليو جو وائرس مريض جي جسم جي ٻنهي پاسن جي عضون جي مشڪن کي تباهہ ڪري ڪم کان بيڪار ۽ لاچار بڻائي ڇڏيندو آهي، پر سدائين اهو ڏٺو ويو آهي تہ ڪڏهن هڪ ٽنگ، ڪڏهن هڪ ٻانهن، ڪڏهن ٻئي ٽنگون يا ٻئي ٻانهون هڪ ئي وقت ۾ پوليو جي بيماريءَ ۾ وٺجي وينديون آهن. پر گهڻو ڪري ٻانهن جي مشڪن جي مقابلي ۾ ٽنگن جون مشڪون وڌيڪ بيڪار ٿي سُڪي وينديون آهن. ياد رهي تہ هن قسم جي پوليو ۾ مريض ڪنهن نہ ڪنهن عضوي کان سدائين لاءِ معذور ٿي ويندو آهي.

**(2) مغزي ڏوريءَ وارو پوليو** (Bulbar Polio): هن قسم جو پوليو تمام گهٽ ٿيندو آهي، پر جڏهن بہ ٿيندو آهي تہ نهايت خطرناڪ هوندو آهي. هن قسم جي پوليو ۾ پوليو جو وائرس دماغ جي مغزي ڏوريءَ جي مرڪز (Brain Stem) ۾ اڇي مادي (White matter) واري حصي (Bulbar Region) جو لنگهہ جيڪو مغزي ڏوريءَ جي مرڪز ۽ دماغي پردي (Cerebral Cortex) کي ملائي ٿو ان جي اوجن کي تباهہ ڪري ٿو. جنهن ڪري دماغ ۽ ان جي پردن ۾ سوڄ (Encephalitis) ٿي پوندي آهي ۽ جڏهن دماغ ۽ ان جي پردن ۾ سوڄ ٿيندي آهي تہ ڪيپرانيءَ مان نڪرندڙ ٻارنهن تنتن (Twelve Cranial Nerves) جي طبعي ڪم کي نقصان پهچندو آهي ۽ پنهنجو ڪم جاري رکي نہ سگهنديون آهن. ان ڪري گهڻن عضون سان لاڳاپيل مشڪن کي دماغ وٽان طبعي (فعلياتي) حڪم ملڻ بند ٿي ويندو آهي ۽ انهن مشڪن ۾ ڪو بہ تحرڪ (هلچل) پيدا نہ ٿيندو ۽ پهريائين مشڪون ڪمزور ٿينديون، پوءِ سوس ڪائي سڪي وينديون، آخر ۾ انهن ۾ فالج جو حملو ٿيندو آهي ۽ مشڪن سان لاڳاپيل عضوو ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏيندو ۽ دماغ مان نڪرندڙ هر هڪ تنت جو عمل بيڪار ٿي وڃڻ ڪري مريض جي جسم جي هيٺين عضون تي هاڃيڪار اثر پوي ٿو:



**(i) ويگس تنت** (Vagus Nerve): هيءَ تنت سيني ۽ پيٽ جي عضون جي مشڪن جي نظام کي هلائڻ واري تنت آهي. هن تنت ذريعي دماغ فعلياتي حڪم دل، ڦڦڙن ۽ آنڊن ڏي موڪليندو آهي، جڏهن هن تنت کي دماغ کان فعلياتي حڪم ملڻ بند ٿي ويندا تہ هنن عضون جي مشڪ کي بہ فعلياتي حڪم ملڻ بند ٿي ويندو آهي. نتيجي ۾ دل، ڦڦڙن ۽ آنڊن جو نظام درهم برهم ٿي ويندو آهي ۽ عضوا پنهنجو ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏيندا آهن. دل جو دورو ٿي نہ سگهندو آهي، ڦڦڙ ساهہ کڻڻ ۽ عمل ڇڏي ڏيندا، ۽ ائين آنڊا بہ ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏيندا آهن.

**(ii) گلاسو فيرينگل تنت** (Glosso pharyngeal Nerve): هيءَ تنت ڳلي ۽ زبان جي مشڪن جي نظام کي هلائڻ واري تنت آهي. هن تنت جي ذريعي دماغ کان فعلياتي حڪم ڳلي ۽ زبان جي مشڪن کي ملندو آهي. جڏهن هنن عضون جي مشڪن کي دماغ کان هن تنت ذريعي فعلياتي حڪم ملڻ بند ٿي ويندو آهي تہ انهن عضون جو فعل درهم برهم ٿي ويندو آهي، نتيجي ۾ مريض ڳيت ڏيڻ ۽ ڳالهائڻ ڇڏي ڏيندو آهي.

**(iii) اسيسري تنت** (Accessory Nerve): هيءَ تنت ڳچي، ڳلي، ڪاڪڙي ۽ ڪلهي جي مشڪن جي نظام کي هلائڻ واري تنت آهي، جنهن تنت جي ذريعي دماغ کان فعلياتي حڪم ڳچي، ڳلي، ڪاڪڙي ۽ ڪلهي جي مشڪن کي ملندو آهي، جڏهن هنن عضون جي مشڪن کي دماغ کان هن تنت جي ذريعي فعلياتي حڪم ملڻ بند ٿي ويندو آهي تہ انهن عضون جو فعل درهم برهم ٿي ويندو آهي ۽ اهي عضوا پنهنجو طبعي ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏيندا آهن، نتيجي ۾ مريض ڪنڌ ورائي نہ سگهندو آهي، ڳيت ڏيئي نہ سگهندو آهي، جنهنڪري پاڻي ۽ کاڌو هيٺ لهي نہ سگهندو آهي، ان سان مريض جو ساهہ منجهندو آهي. ان ڪانسواءِ ڳلي جي مشڪن جي ڪم نہ ڪرڻ ڪري نڙيءَ ۽ ساهہ واريون ناڙيون بند ٿي وينديون آهن، ڪلهي جي مشڪن جي ڪم ڇڏي ڏيڻ ڪري مريض جون ٻئي ٻانهون ڪم ڪري نہ سگهنديون آهن، يا تہ فالج وانگي بي سَتيون ٿي لڙڪي پونديون آهن، يا وري سڪي وينديون آهن.

**(iv) هائيپو گلوسل تنت** (Hypoglossal Nerve): هيءَ تنت زبان جي مشڪن واري نظام کي هلائڻ واري تنت آهي، هن تنت جي ذريعي جيڪڏهن دماغ کان زبان جي مشڪن کي فعلياتي حڪم ملڻ بند ٿي ويو تہ مريض جي زبان هيڏي هوڏي وري ڪا نہ سگهندي آهي، تنهنڪري مريض کاڌو چٻاڙي نہ سگهندو آهي، پاڻيءَ کي نڙيءَ کان هيٺ اماڻڻ لاءِ ڳيت ڏئي نہ سگهندو آهي ۽ لفظ اچاري يا ڳالهائي نہ سگهندو آهي، جڏهن هن تنت تي فالج اثر ڪندو آهي تہ زبان جون مشڪون ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏينديون آهن، تنهنڪري مريض يا تہ چِڙائجي ڳالهائيندو آهي يا وري ڳالهائڻ مڪمل بند ڪري ڇڏيندو آهي.

**(v) آڊيٽري (سمعي) تنت** (Auditory Nerve): هيءَ تنت ڪنن جي مشڪن واري نظام کي هلائڻ واري تنت آهي. هن تنت جي ذريعي جيڪڏهن دماغ کان ڪنن جي مشڪن کي فعلياتي حڪم ملڻ بند ٿي ويندو تہ مريض ڪنن کان ٻڌي نہ سگهندو آهي ۽ ٻوڙو ٿي ويندو آهي.

**(vi) آلفيڪٽري تنت** (Olfactory Nerve): هيءَ تنت نڪ جي مشڪن واري نظام کي هلائڻ واري تنت آهي. هن تنت جي ذريعي جيڪڏهن دماغ کان نڪ جي مشڪن کي فعلياتي حڪم ملڻ بند ٿي ويندو تہ مريض جي سنگهڻ ۽ نڪ کان ساهہ کڻڻ واري سگهہ ختم ٿي ويندي آهي.

**(vii) ۽ (viii) ٽرائجيمينل ۽ فيسل تنتون** (Trigeminald Facial Nerves): هنن تنتن جي ڪري منهن جي مشڪن جو نظام هلندو آهي. هنن تنتن جي ذريعي جيڪڏهن دماغ کان منهن جي عضون جي مشڪن کي فعلياتي حڪم ملڻ بند ٿي وڃڻ سان منهن جي ڪيترن عضون ۾ ابتڙ واري حالت پيدا ٿيندي آهي، جنهن ۾ منهن جا گهڻا عضوا پنهنجو ڪم بہ ڇڏي ڏيندا آهن ۽ مشڪن جي سوس ڪائڻ ڪري سُسي ويندا آهن. جيئن منهن جون مشڪون سُسي وينديون آهن تہ مريض جا ڳل اندر هليا ويندا آهن، مهارون ڪمزور ٿي وينديون آهن، ڏند لڏندا آهن، وات (زبان) جو سواد ختم ٿي

ويندو آهي ۽ منهن جو اڌ رنگ (Facial Paslsy) ۽ ڪنهن هڪ پاسي جي واڄ ڦرڻ جو عمل به هنن مشڪن جي ڪم نه ڪرڻ سبب واقع ٿي پوندو آهي.

**(ix) آپٽڪ تنت Optic Nerve (x) آڪولو موٽر (Oculo Motor) تنت، (xi) ايڊيوسينٽ تنت (Aducent Nerve) ۽ (xii) ٽروچلير تنت (Trochlear Nerve):**

هي سيئي تنتون اکين جي مشڪن سان لاڳاپيل آهن. هنن تنتن جي ذريعي دماغ کان اکين جي مڙني عضون جي مشڪن کي فعلياتي حڪم ملڻ بند ٿيڻ سان اکين ۾ ڪوڙ بيماريون پيدا ٿينديون آهن. جهڙوڪ: اکين مان لاڳيتو ڳوڙها وهڻ، نظر جو گهٽ ٿيڻ، هڪ شيءِ جون ٻه تصويرون نظر اچڻ (Diplopia)، ٽڙو ٿي وڃڻ (Strabismus)، اکين جو رڳو هڪ پاسي ڦرڻ (Convergent)، اکين جو چوطرف ڦرڻ (Divergent)، دوڏا ڦري نه سگهڻ ۽ هڪ هنڌ کپي (بيهي) وڃڻ ۽ وڌيڪ خطرناڪ حالت ۾ اکين جون نسون ٽٽي پوڻ ۽ ڪجھ نظر نه اچڻ وغيره.

مٿين عضون مان ڪي اهڙا به عضوا آهن جهڙوڪ: دل، ڦڦڙ، نڙي ۽ آنڊا، جن تي جڏهن پوليو مڪمل اثر ڪندو آهي ته اهي عضوا آهستي آهستي پنهنجو طبعي ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏيندا آهن ۽ آخر ۾ انهن کي مڪمل فالج ٿي ويندو آهي ۽ اهي اهڙا ته ناڪارا ٿي ويندا آهن، جو پنهنجو ڪم ڇڏي ڏيندا آهن. نتيجي ۾ مريض موت جو ڪاج ٿي ويندو آهي. اهوئي سبب آهي جو هن قسم جي پوليو کي موتمار ۽ خطرناڪ قسم جو پوليو ڪوٺيو ويندو آهي.

**(3) مغزي ڏوري ۽ ڪرنگهي وارو گڏيل پوليو (Bulbo-Spinal Polio):** هن قسم جو پوليو به گهڻ مريضن کي ڪڏهن ڪڏهن ٿيندو آهي، پر جڏهن به ڪنهن کي ٿيندو آهي ته اڳي يا پوءِ مريض جي زندگيءَ جو دان وٺي ويندو آهي، هن قسم جي پوليو کي ساهه وارو پوليو "Respiratory Polio" به چوندا آهن. ڇو ته هن قسم جو پوليو مريض جي ساهه وارن عضون تي حملو ڪري، مريض جي ساهه واري نظام کي ڊانواڊول ۽ ناڪاره ڪري ڇڏيندو آهي، هن قسم جي پوليو ۾ پوليو جو وائرس مريض جي ڪنڌ تي مٿين حصي C-3 کان C-5 (ڪرنگهي جي مٿين مهرن C-3 کان C-5) وٽ اثر ڪندو آهي. جنهن ڪري مريض جي شڪمي (پيٽ جي مٿين حصي واري) مشڪي ڇھ (Diaphragm) تي ابتو اثر پوندو آهي. ان ڪري دماغ واري تنت کان شڪمي مشڪي ڇَھ کي فعلياتي حڪم ملي نه سگهندو آهي ۽ پيٽ واري مشڪي ڇھ، ڦڦڙن کي ڦنڊائي ۽ سسائي نه سگهندي آهي. ان سان مريض کي ساهه کڻڻ ۾ اينتري ته ڏکيائي ٿيندي آهي، جو ڪيس هٿرادو ساهه کڻائيندڙ مشين (Ventilator) جي ذريعي ساهه کڻايو ويندو آهي، اها مشين به ٿوري وقت لاءِ ڪارگر هوندي آهي، اڳتي هلي ٽنگن ۽ ٻانهن تي فالج ڪرندو آهي، يا ڦڦڙ ساهه کڻڻ ۽ ڇڏڻ بند ڪري ڇڏيندا آهن. جنهنڪري مريض جي دل بيهي ويندي آهي ۽ مريض موت جي ور چڙهي ويندو آهي.

سنڌ ۾ هينئر به ڪيترن قسمن جو پوليو گهڻن ئي صورتن ۾ موجود آهي، اليڪٽرانڪ ميڊيا اخبارن ۽ ٽي وي چينلن تان اهڙيون خبرون ٻڌڻ ۾ اينديون آهن ته فلاڻي ڳوٺ ۾ يا فلاڻي ڪٽنب ۾ اهڙي پراسرار بيماري آهي، جو انهن جا ٻار جمڻ وقت بلڪل تندرست هئا، ڪين ڪا اهڙي پراسرار بيماري ٿي آهي. جنهن ۾ اوچتو يا آهستي آهستي ٻارن جو هيٺيون ڌڙ سڪي وڃي ٿو ڪنهن ٻار جي ٻانهن ته ڪنهن جي هڪ ٽنگ سڪي وئي آهي، ڪي اکين کان اوچتو يا آهستي آهستي ڏسڻ کان ته وري ڪي ٻڌڻ کان معذور ٿي ويا آهن يا ڪنهن جو منهن ڦري ويندو آهي ته ڪي ڳالهائڻ ڇڏي ڏيندا آهن ته ڪي ڪٻا ٿي ويا آهن. مقصد ته ٻارن توڙي وڏن جا اوچتو يا آهستي آهستي ٿي هڪ يا وڌيڪ عضوا ڪري يا سڪي وڃن ٿا. هي سڀ جو سڀ پوليو جا قسم آهن. جيڪي مختلف صورتن ۾ ظاهر ٿين ٿا، پر جيئن ته اسان جي ماڻهن کي پوليو بابت مڪمل آگاهي نه هجڻ ڪري ۽ پوليو چڪاس جون خاطر خواهه ليبارٽريون نه هئڻ ڪري به خبر ڪا نه ٿي پوي ته ماڻهو کي ڪهڙي قسم جو پوليو آهي، اها به پڪ ڪا نه هوندي آهي ته اهو پوليو آهي به يا ڪا ٻي بيماري (اڌ رنگ وغيره)، ڇو ته پوليو جي بيماري گهڻي ڀاڱي اڌ رنگ سان ملندڙ جلندڙ آهي. "مغزي ڏوري واري پوليو" (Spinal Polio) بابت به اينتري ڄاڻ آهي جنهن ۾ ڪا به هڪ ٽنگ سڪي وڃي يا ڪري پوندي آهي.

**(ٽ) ليبارٽري ٽيسٽ (Laboratory Pathological Test):**

(1) پوليو وائرس جي موجودگيءَ بابت ڪافي ٽيسٽون ڪيون وينديون آهن. پر سڀ کان وڌيڪ معتبر رپورٽ (ٽيسٽ) مغز ۽ ڪرنگهي جو ڪيميائي سُت (Cerebro Spinal Fluid: CSF) مان حاصل ڪئي ويندي آهي. ڪرنگهي جي چيلهه واري حصي (Lumbar Region) وٽان هي ڪيميائي ست (CSF) وٺي جڏهن ان جي ليبارٽري ٽيسٽ ڪئي ويندي آهي ته پوليو هجڻ جي صورت ۾ ٽي نقص نظر ايندا آهن. هڪ ته رت جا اڇا جزا (WBC) وڌيل هوندا آهن، ٻيو پروٽين جو مقدار وڌيڪ هوندو آهي، ٽيون ڪيميائي ست ۾ پوليو جو وائرس موجود هوندو آهي، پر هيءَ ٽيسٽ هڪ ته ڏکي آهي، ٻي مهانگي آهي، ٽيون عام ليبارٽريءَ ۾ نه ٿي سگهندي آهي. تنهنڪري هن قسم جي ٽيسٽ ورلي ڪا ڪرائي ويندي آهي. ٽيسٽائين وائرس جسم جي ڪنهن نه ڪنهن عضوي کي نقصان پهچائي ڇڏيندو آهي.

(2) مريض جي ڪاڪوس جي DR ٽيسٽ يا Culture ٽيسٽ ڪرائي ويندي آهي، جنهن مان به ڪڏهن ڪڏهن پوليو وائرس جي موجودگيءَ جي خبر پوندي آهي.

(3) مريض جي وات جي گگ يا وات جي زبان تي لڳل مَر Sardes جي ٽيسٽ مان به ڪڏهن ڪڏهن پوليو وائرس جي موجودگيءَ جي خبر پوندي آهي.

پوليو کان بچاءُ لاءِ پاڪستان سميت ڪيترن ئي ملڪن ۾ ان بيماريءَ خلاف مهم هلائي پئي وڃي. محترمه بينظير ڀٽو پنهنجي وزارت عظميٰ دوران اقوام متحده جي تعاون سان پوليو خلاف مهم جو آغاز ڪيو هو. اهو سلسلو اڄ تائين جاري آهي ۽ هر سال به يا ٽي ڀيرا سموري ملڪ جي ننڍن



شهيد بينظير ڀٽو هڪ ٻار کي پوليو جا ڦڙا پيئاريندي

وڏن شهرن توڙي ڳوٺن ۾ پوليو مهم جو انعقاد ٿئي ٿو. پوليو جا ڦُڙا پنجن سالن تائين جي عمر واري هر ٻار کي پيارڻ سان سندن جسم ۾ ان بيماريءَ خلاف قوت مدافعت پيدا ٿئي ٿي. نتيجي طور هن وقت پوليو جي بيماري ملڪ مان لڳ ڀڳ ختم ٿي رهي آهي.

**پونا/ پُڻي** (Pune): پونا/ پُڻي (Pune) هندستان جي مهاراشٽر صوبي جو وڏي ۾ وڏو شهر آهي، جيڪو قديم زماني کان وٺي مرهٽي سلطنت ۽ تهذيب جو مرڪز آهي. پونو ضلعي جو انتظامي هيڊ ڪوارٽر آهي. هي شهر ڪيترن وطن پرستن ۽ بهادرن جي جنم ڀومي رهيو آهي. ڇتر پتي شيواجيءَ جو تعلق به هن شهر سان هو جنهن پنهنجي جوانيءَ جا ڏينهن هتي گهاريا هئا. لوڪ مانيه تلڪ، ٻال گنگاڌر، گوپال ڪرشن گوکلي، ويرسا ورڪر راءِ صاحب پٽوڌرن به هتان جا ٿي هئا. پونو مهاتما گانڌي ۽ ڪستوربا گانڌيءَ جي عملي سرگرمين جو مرڪز به رهيو آهي ۽ مهاتما گانڌي ڪجهه عرصو آغا خان محل ۾ نظربند به رهيو.

پونا شهر جو بنياد ڇيو وجي ٿو ته 937ع ڌاري پيو. 1730ع ۾ پونا شواجيءَ جي طاقت ۽ سياست جو مرڪز هو 1817ع ۾ هي شهر انگريز حڪومت جي هٿ هيٺ ڪنٽونمينٽ (Southern Command) جو درجو رکندڙ هو. اڄڪلهه هي شهر پوري هندستان جي تعليمي سرگرمين جو وڏو مرڪز آهي.


پونا شهر جو هڪ منظر

پوني سنسڪرت ٻوليءَ جي لفظ پڻيه نگريءَ مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ”پُج وارين صفتن وارو“. هن شهر جو پهريون نالو ٽامي جي تختين تي لکيل مليو آهي، جيڪي رشتراڪوٽا (Rashtrakuta) مان مليون آهن. جن تي تاريخ 937ع اُڪريل ملي آهي. ان سمي هن شهر جو نالو پوني وشايا هو 13 صديءَ عيسويءَ جي تاريخن ۾ هن شهر جو نالو پوناواڙي (Punavadi) ۽ پونڪ وشايا (Ponak Vishaya) لکيل آهي. انگريز دور ۾ هن شهر کي پونا (Poona) جي نالي سان لکيو ۽ پڙهيو ويندو هو هن شهر کي پنهنجي تاريخ آهي ۽ ان جي اوج جو زمانو 1025ع کان شروع ٿئي ٿو جڏهن شيواجي ڀونسلِي پنهنجي خاص مصاحب رنگو باپُوجِي کي پونا جو ائڊمنسٽريٽر مقرر ڪري موڪليو جنهن هن شهر جي ترقيءَ ۾ واکاڻ جوڳا قدم کنيا. 1817ع ۾ انگريزن ۽ مرهٽن وچ ۾ جنگ جو خاتمو ٿيو ۽ انگريزن کي ڪاميابي ٿي، جنهنڪري سنڌ وانگر پونا کي به بمبئي پريزيڊنسيءَ سان ڳنڍيو ويو انگريزن هتي تمام وڏي فوجي ڇانوڻي (Southern Command) اڏي ۽ پونا کي 1855ع ۾ ميونسپالٽيءَ جو درجو ڏنو 1896ع ۾ هتي پليگ جي خطرناڪ بيماري پکڙي، جنهن 1897ع جي شروعات تائين شهر جي اڌ آبادي ختم ڪري ڇڏي. جنهنڪري ڊبليو سي رئنڊ (W. C. Rand) نالي شخص جي هٿ هيٺ پليگ ڪاميٽي ٺاهي وئي، جنهن سوايا قدم کڻي، بيماريءَ جو خاتمو آندو.

1947ع کان پوءِ هن شهر اڃا به گهڻي ترقي ڪئي. هتي ڪيترائي ادارا ٺاهيا ويا. جن ۾ نيشنل ڊفينس اڪيڊمي ۽ نيشنل ڪيميڪل ليبارٽريءَ جهڙا زبردست ادارا قائم ڪيا ويا. 1961ع ۾ هتي ٽاٽا موٽرس جو ڪارخانو به لڳايو ويو. جولاءِ 1961ع ۾ پانشيت (Punshet) بند ڀڳو ۽ ان جو پاڻي پوني شهر ۾ ڪاهي پيو. جنهنڪري شهر جو پراڻو حصو تباهه ٿي ويو. ان حادثي سبب هڪ ڀيرو ترقياتي ڪم شروع ڪيا ويا ۽ شهر جي جوڙجڪ نئين نموني ٿي.

1990ع ۾ پونا شهر ٻاهرين ملڪن جي سرمائيدارن کي سيڙپ ڪرڻ لاءِ پنهنجو ڌيان ڇڪايو ۽ انفارميشن ٽيڪنالاجي ۽ موٽر انجنيئرنگ ۾ ٻاهرين سرمائيدارن ڪافي ناڻو سيڙايو. 1995ع ۾ ڇهن لائينن وارو موٽر وي ٺهڻ شروع ٿيو. جيڪو پونا کي ممبئيءَ سان ڳنڍي ٿو ۽ 2001ع ۾ ان موٽر وي کي مڪمل ڪيو ويو. 2009ع ۾ شهر وري هڪ جديد بيماري ’سوائن فلو‘ جي رخ چڙهيو ۽ ڪافي ماڻهو موت جو شڪار ٿيا. 13 فيبروري 2010ع تي جرمن بيڪريءَ ۾ بم ڦاٽو جنهن ۾ ڪيترا ماڻهو مارجي ويا. ڪيترائي سخت زخمي ٿيا.

پونا شهر سمنڊ جي سطح کان 560 ميٽر اوچو آهي ۽ ڏکڻ اولهندي جابلو چاڙهه سهيادري جابلو سلسلي تي ٺهيل آهي. شهر کل چئن حصن ۾ ورهايل آهي. (1) وچ پوني، (2) الهندو پوني، (3) اوڀرندو پوني، (4) ٻهراڙي. اهڙي نموني وري اهي چار حصا الڳ انتظامي يونٽن ۾ ورهايل آهن. هتان جي آبهوا خشڪ آهي. گهڻو ڪري 20 کان 28 درجا سينٽي گريڊ گرمي پد رهي ٿو جون کان آڪٽوبر تائين 722 ملي ميٽرن تائين برسات پوي ٿي. 17 جنوري 1935ع ۾ هتي گهٽ ۾ گهٽ گرميءَ جو پد رڪارڊ ڪيو ويو هو جيڪو 1.7 ڊگريون سينٽي گريڊ هو. پوني جي آبادي 20 لکن کان مٿي آهي. هتي ڪيترائي ڪاليج ۽ يونيورسٽيون آهن. جن مان گهڻائي IT يونيورسٽين جي آهي. هي شهر پهرين سائيڪل سِٽي طور ۽ هاڻي موٽر سٽيءَ طور مشهور آهي. هتي جي وڏي ۾ وڏي ڪمپني فييات (FIAT) وارن جي انڊس موٽر آهي، جڏهن ته ٽاٽا موٽرس، مرسڊيز بينز فورس موٽرز وارن به پنهنجا ڪارخانا قائم ڪيا آهن. هتي وڏي ۾ وڏيون آئل ڪمپنيون به ڪم ڪري رهيون آهن. جن ۾ بجاج موٽر ڪمپني، ڪرلوسڪار آئل انجنس، ڪرلوسڪار برادرس لميٽيڊ (جيڪا پيٽرول پمپن ٺاهڻ ۽ وڪري ڪرڻ جي وڏي ۾ وڏي ڪمپني آهي.) ۽ ڪرلوسڪار نيوميٽڪ ڪمپني لميٽڊ گهڻيون مشهور آهن. اهڙي نموني راجيو گانڌي آءِ ٽِي پارڪ نالي وارو ادارو انفارميشن ٽيڪنالاجيءَ جي دنيا ۾ وڏو مقام رکي ٿو جيڪو 28 ايڪڙن تي ٺهيل آهي. جنهن تي لڳ ڀڳ 600 ملين خرچ ڪيا ويا آهن. ان کان سواءِ سافٽ ويئر ٺاهيندڙ ڪمپنيون، جن ۾ سي- ڊيڪ (C- Dac)، ڪيپ جيمني (Capgemini)، ويپرو (Wipro)، اوريڪل ڪارپوريشن (Oracle Corporation)، آءِ بي. ايم (IBM) وغيره ڪم ڪن ٿيون.

هن شهر ۾ وڏي ميونسپل ڪارپوريشن آهي. ان ڪانسواءِ به شهر جو انتظام ڇهن ٻين يونٽن ۾ ورهايل آهي. ڪارپوريشن کي ميئر سنڀالي ٿو ان کان پوءِ ميٽروپوليٽن ڪارپوريشن نالي ترقياتي ادارو به ڪم ڪري رهيو آهي.

پونا کي مهاراشٽر صوبي جو ثقافتي شهر چوڻ ٿا. مرهٽي ثقافت هتان جي عمارتسازي، آرٽ، هنر ۽ تعليم تي گهڻي نظر ايندي. ان ڪانسواءِ هتان

جي ثقافت تي بنگالي ثقافت جو به چڱو اثر آهي، جو هتي لکين بنگالي رهن ٿا. درگا ديويءَ جو ساليانو ميلو هتان جو وڏي ۾ وڏو ميلو آهي، جيڪو هر سال ملهايو ويندو آهي. ڪاڌي جي شين ۾ ناريل، هيڊ، وڏا ساوا مرچ، جوئر ۽ ٻاجهري گهڻي استعمال ٿيئي ٿي. هتي جي خاص ڊش پورڻ پوري (ڳڙ جي ماني) آهي.

گهڻي پاڳي هتان جو مذهب هندو ڌرم آهي، پر هتي ڪوڙ مسجدون، چرچ، گردوارا ۽ جينين جا مندر به ڏسڻ ۾ ايندا. مڪ مندر پاروتي مندر آهي. نوراتري جو تهوار به هتي ڌام ڌوم سان ملهائجي ٿو هتان جو اهم گرو شري رجنيش آشرم آهي. جتي هزارن جي تعداد ۾ دنيا جي مختلف حصن کان ماڻهو اچن ٿا.



پونا ۾ موجود اوشو آشرم جو ٻاهريون ڏيک

پوني کي حيدرآباد، سنڌ سان ڀيٽ ڏئي، ٻنهي کي "جاڙا شهر" سڏيو ويندو آهي. ورهاڱي کان پوءِ هن شهر جي مٽيءَ سنت ٽي. ايل. واسواڻيءَ کي ڇڪي هتي آندو. هتي "ٽي. ايل. واسواڻي ٽرسٽ" ۽ آشرم، ميران گرلس ڪاليج ۽ ميران هاءِ اسڪول ڪم ڪري رهيا آهن. ٽي. ايل. واسواڻيءَ جو ڀائيٽو دادا جشن واسواڻي، ٽي. ايل واسواڻي ٽرسٽ ۽ آشرم هلائي تعليم ۽ ڌرمي خدمتون سرانجام ڏئي رهيو آهي. هن ٽرسٽ پاران سوين سنڌي استادن جي سکيا ڪئي وڃي ٿي. سنڌي ٻوليءَ ۽ لسانيات جا ماهر سرڳواسي ڊاڪٽر پرسو گدواڻي، ڊاڪٽر لڇمڻ خوبچنداڻي، سرڳواسي پنڊت ڪشنچند جيٽلي، ڊاڪٽر چندر ڏاسواڻي، سندري پرچاڻي، ڊاڪٽر ڪنيا لعل ليکواڻي، ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي، ڊاڪٽر يشوڌرا واڌواڻي، پروفيسر پريتم ورياڻي ۽ ناميارا اديب گورڌن گهايل، ايشوري جوتواڻي، ريٽا شهاڻي به پوني جا رهاڪو آهن. جن مان ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي، ڊاڪٽر چندر ڏاسواڻي هاڻي دهليءَ ۽ پريتم ورياڻي هاڻي آديپور، ڪڇ ۾ رهن ٿا.

پوني ۾ ايڪانامڪس، آرڪيالاجي ۽ لسانيات جي موضوعن جي کوجنا جا مرڪز به قائم آهن، جن ۾ ڀنڊارڪر انسٽيٽيوٽ، ڊيڪن ڪاليج پوسٽ گرئجوئيشن ۽ ريسرچ انسٽيٽيوٽ ۽ گوکلي انسٽيٽيوٽ مکيه آهن. ڀارت ۾ سڀ کان پهرين سنڌي ٻوليءَ جي کوجنا جو هڪ نئون شعبو 1962ع ۾ ڊيڪن ڪاليج پوني ۾ کوليو ويو جنهن جو پهريون سربراهه ڊاڪٽر لڇمڻ خوبچنداڻي ٿيو هن سنڌي ٻوليءَ جي آوازي سرشتي، سماجي لسانيات، لغت نويسيءَ ۽ ٻوليائي رٽا وغيره جي موضوعن تي شاندار ڪم ڪيو آهي.

1970ع ۾ ڊاڪٽر پرسي گدواڻيءَ هن شعبي جون واڳون سنڀاليون. هن ڀارت ۾ سنڌي ٻوليءَ جي تحقيق کي هڪ نئون موڙ ڏنو ۽ تحقيق لاءِ نوان ڳس گهڙيا. جن ۾ خاص ڪري ڪڇ جي ٻني علائقي ۽ ان جي آسپاس انيڪ اصلوڪين (سنڌ مان لڏي آيل) سنڌي برادرين- جتن، سمن، سومرن، متون، خاصخيلين، ٿيٻن، هاليپوٽن، چارڻن، سوڍن، ميگهواڙن وغيره جي لهجن (ٻوليءَ) جو اڀياس ڪيو ۽ ڪتاب لکيا. ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي، ڊاڪٽر ستيش روهڙا، سندري پرچاڻي ۽ ڊاڪٽر ڪنيا لعل ليکواڻيءَ ڊيڪن ڪاليج مان ئي لسانيات تي پي. ايڇ. ڊيز ڪيون. ڊيڪن ڪاليج جي سنسڪرت لغت نويسيءَ جي شعبي ۾ ڊاڪٽر يشوڌرا واڌواڻي ريڊر جي عهدي تي آهي، جنهن به سنڌي ٻوليءَ لاءِ وڏي تحقيق ڪئي آهي.

پوني ۾ ابتدا ۾ ڊاڪٽر لڇمڻ خوبچنداڻي ۽ دادي وندري هيرانندڻيءَ جي ڪوشش سان سنڌو ريسرچ سينٽر 1962ع ۾ قائم ٿيو جيڪو ڊاڪٽر خوبچنداڻيءَ جي آمريڪا هلئي وڃڻ سبب ماٺو ٿي ويو.

پوني ۾ مرڪزي هند حڪومت پاران ڊيڪن ڪاليج ۾ 1969ع ۾ ويسٽرن ريجنل لئنگئيجز سينٽر شروع ڪيو ويو جيڪو اڄ به ڊاڪٽر ڪنيا لعل ليکواڻيءَ جي سرپرستيءَ هيٺ ڪم ڪري رهيو آهي.

هتي سڄي ڀارت مان غير سنڌي اُستاد، سنڌي مضمون پڙهندا آهن. جن کي هڪ وڏي عرصي تائين پروفيسر پريتم ورياڻي پڙهائيندو رهيو آهي ۽ ڪجهه سال گورڌن شرما گهايل به ساڳي خدمت بجا آڻيندو رهيو آهي.

پوني ۾ ڪراچي ايجوڪيشن سوسائٽيءَ هيٺ بي. ٽي. شهاڻيءَ نَوين هند هاءِ اسڪول هلي رهيو آهي. جئه هند ايجوڪيشن ٽرسٽ جي هٽ هيٺ 'جئه هند اسڪول'، 'جونيئر ڪاليج'، 'منگهن مل اڌارام ڪاليج فار ڪامرس' ڀيري ترقيءَ ڏانهن وکون وڌائي رهيا آهن. جن جا انتظام عورتن جي هٿ هيٺ آهن.

مشهور ميران مشن (سينٽ ميران اسڪول ۽ سينٽ ميران ڪاليج هلائيندڙ) ۽ سنڌو وديا ڀون، سنڌ سوسائٽي گٽيش ڪنڊ ۾ دادي وندري هيرانندڻيءَ ورهين تائين هلايو.

مارچ 1980ع ۾ ڊاڪٽر پرسي گدواڻيءَ جي محنتن ۽ ڪوشش سان پونا يونيورسٽيءَ ۾ سنڌي- عربي لپيءَ ۾ هڪ وڏو انقلاب آيو پونا يونيورسٽيءَ جي C. DAC شعبي ۾ گورنمينٽ آف انڊيا پاران سنڌي اسڪرپٽ ڪمپيوٽر جي ايجاد ڪئي وئي، ان جو شرف به پوني شهر کي حاصل آهي.

سماجي خدمتگار ۽ دانوير شخص عطر سنگتياڻي "عطر فائونڊيشن ٽرسٽ" پاران ڪيترا سماجي ڪم ڪري رهيو آهي. پوني جي ڪيترن تعليمي ادارن جي واڳ ڏور سنڌين جي هٿ ۾ آهي ۽ هنن ڀارت ۾ نه رڳو پاڻ ملهايو آهي، پر تعليم ۽ سنڌيت لاءِ به وڏو ڪم ڪيو آهي.

**پونا**[2]: تعلقي قمبر جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هي ڳوٺ شامل آهن:

شاهراڻي، دڙي خوشحال، نصر محمد چانڊيو، محمد زمان چانڊيو ۽ الله آباد.

**پُونبلو**: هي ڪاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم آهي، جنهن جا وري به قسم ٿين ٿا: هڪ وڏي، جنهن جو نالو ٽتر آهي، ان جو رنگ هيڊو، ڊيگهه هڪ فوٽ ۽ تور ڏيڍ ڪلو ٿئي ٿي. ٻي ننڍي، جنهن جو رنگ هيڊو، ڊيگهه ڇهه انچ، تور هڪ ڇٽانگ کن ٿيندي آهي.

**پونٽنگ، رڪي ٿامس:** آسٽريلوي ڪرڪيٽ ٽيم جو ڪپتان ۽ مشهور بئٽسمين رڪي پونٽنگ آسٽريليا جي شهر ليونسٽن ۾ 19 ڊسمبر 1974ع تي ڄائو. سندس پيءُ جو نالو گريم (Graeme) ۽ ماءُ جو نالو لورين (Lorraine) آهي. ساڄي هٿ سان بئٽنگ ڪندڙ پونٽنگ، 1995ع ۾ نيوزيلينڊ ۾ ڪيڊي ويل گرانڊ اينگيولر ڪرڪيٽ ٽورنامينٽ ۾ سائوٿ آفريڪا خلاف پنهنجي بين الاقوامي سطح تي ون ڊي ڪرڪيٽ جي شروعات ڪئي ۽ ساڳئي سال آسٽريليا جي پرٿ گرائونڊ ۾ سريلنڪا خلاف ٽيسٽ مئچ جي شروعات ڪئي. سندس اعليٰ ڪارڪردگيءَ ۽ اڳوڻي ڪپتان اسٽيووا جي رٽائرمينٽ جي



اعلان بعد کيس 2002ع ۾ ون ڊي ٽيم جو ڪپتان ۽ 2004ع ۾ ٽيسٽ ٽيم جو ڪپتان مقرر ڪيو ويو. هن 144 ٽيسٽ مئچن ۾ 55.22 جي شرح سان 11928 رنسون اسڪور ڪيون. جن ۾ 39 سينچريون ۽ 51 ففٽيون شامل آهن. ٽيسٽ مئچن ۾ سندس وڌ کان وڌ اسڪور 257 آهي. جڏهن ته 345 ون ڊي مئچن ۾ 43.12 جي شرح سان 12895 رنسون ٺاهي چڪو آهي، جنهن ۾ 29 سينچريون ۽ 78 ففٽيون شامل آهن. هڪ ڏينهن واري مئچ ۾ سندس وڏي ۾ وڏي اننگ 164 رنسن تي مشتمل آهي. هن جون 2002ع ۾ ريانا سان شادي ڪئي، جنهن مان کيس هڪ ڌيءُ ايمي چارلوٽ آهي.

**پونجو سيٺ:** ڪتاب "تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دؤر" ۾ غلام رسول مهر لکي ٿو ته: "سيٺ پونجو، ديوڪرن جو پٽ هو. جڏهن ڪڇ تي راءِ ديسل جي حڪومت هئي تڏهن ڪڇ ٻاهرئين حملي جو نشانو بڻيو. ان وقت راءِ ديسل وٽ حفاظت ۽ بچاءَ جو ڪو به ساز سامان نه هو. انهيءَ حالت ۾ راءِ ديسل جي رائيءَ سندس مددگار ٿي. رائيءَ جو منشي ديوڪرن هو. رائي پنهنجي منشي ديوڪرن کي راءِ ديسل جي آڏو پيش ڪيو. ديوڪرن ملڪي معيشت ۾ سڌارا آندا ۽ فوج کي ٻن حصن ۾ ورهايو. هڪ حصو قلعي جي حفاظت لاءِ مقرر ڪيائين ۽ ٻيو حصو سرحد ۽ مورچن تي مقرر ڪيائين. راءِ ديسل انهن خدمتن عيوض ديوڪرن کي "ڪل مختيار" جو عهدو ڏنو ۽ سموري ملڪ جي نظام جي واڳ سندس حوالي ڪيائين، جنهن کان پوءِ ملڪ زوال مان نڪري وڃي عروج تي پهتو. جلد ئي راءِ ديسل بيمار ٿيو ته سندس پٽ راءِ لاکو تخت تي ويٺو ۽ جڏهن راءِ ديسل ٺيڪ ٿيو ته راءِ لاکي پنهنجي پيءُ ديسل کي جيل ۾ رکيو جتي راءِ ديسل ڏهن سالن کان پوءِ 1745ع ۾ وفات ڪئي.

راءِ لاکو جيئڻ ته سخت ظالم، بدمعاش ۽ عياش حڪمران هو. ان ڪري پيءُ جي مرڻ کان پوءِ ديوڪرن کي قتل ڪرايائين ۽ مٿس اهو الزام مڙهيائين ته ديوڪرن جا راءِ ديسل جي رائيءَ (راءِ لاکي جي ماءُ) سان ناجائز تعلقات هئا. ديوڪرن جي پٽ پونجي سيٺ هيءُ ظلم ڏسي صبر ڪيو. پر جڏهن لاکي پونجي کي قتل ڪرڻ چاهيو تڏهن پونجي ديوان گدومل سان خط و ڪتابت ڪئي ۽ ان جي معرفت پونجو مياں غلام شاهه ڪلهوڙي سان وڃي مليو. ميان غلام شاهه هن ڏي هڪ سئو اشرفيون ۽ هڪ سئو سپاهي پيشوائيءَ لاءِ موڪليا. سنڌ جي فوج 9 ربيع الثاني 1176هه/ 28 آڪٽوبر 1722ع ۾ ڪڇ تي ٻهرين ڪاهه ڪئي، جنهن ۾ ان جي فوج جي جوانن کي فتح حاصل ٿي، جنهن کان پوءِ راءِ لاکي مڪر سان پونجي کي سنڌي صلح جي گذارش ڪئي. صلح ڪن شرطن تي ٿيو، جن ۾ هڪ اهو به هو ته راءِ لاکي جي ڀيڻ جي شادي ميان غلام شاهه سان ٿيندي. انهن شرطن جي پورائيءَ جي ذميداري پونجي پاڻ تي کنئي. پر جڏهن سنڌي فوج واپس ٿي، تڏهن راءِ لاکي پنهنجي اصليت ڏيکاري ۽ پونجي کي زهر پياري قتل ڪرائي ڇڏيائين.

جڏهن هن سڄي ڪارروائيءَ جي خبر ميان غلام شاهه کي پئي تڏهن هن 1178هه/ 1765ع ۾ ٻيهر ڪڇ تي حملو ڪيو. جنهن حملي ۾ ڪيترائي ماڻهو مارجي ويا. پر ميان صاحب قلعو فتح ڪري ورتو. ان کان پوءِ لاکي ميان صاحب کي خوش ڪرڻ لاءِ پنهنجي سئوٽ جي ڌيءُ جي شادي ميان غلام شاهه سان ڪرائي، جنهن کي ميان غلام شاهه اڳتي هلي "سنڌ رائي" جو خطاب ڏنو.

**پونڇ/ پونڇا** (Puncha): هيءُ قديم ماڳ آهي. چيني سياح، شين سٽنگ لکي ٿو ته پونڇا جو ماڳ ڪشمير کان ست سو لي يا هڪ سو سترهن ميل پري ڏکڻ طرف واقع هو. ڪشميري هن لفظ کي پنٽس (Punts) ڪري اچاريندا آهن ۽ چ (Ch) جي اچار کي نرم ڪري 'س' جي اچار ۾ بدلائي ڇڏيندا آهن. پنجابي هن ماڳ کي پنچال کي پيرپنتسال (Pir Pantsal) سڏيندا آهن. مور ڪرافٽ Moor Croft هن کي پرونچ (Prunch) يا پرونز (Pruntz) سڏيو/ اُچاريو آهي. ڪشميري به هن کي ساڳئي اُچار سان اچاريندا آهن. جنرل ڪورٽ هن لفظ کي پرونچ اچاريو آهي. ولفوڙ جي سروير مغل بيگ مرزا هن لفظ کي پنجي (Punje) ۽ وائين (Vigne) پونچ اُچاريو آهي. هنن ٻنهي جڻن پاڻ وڃي هيءُ شهر ڏٺو هو.

نقشن وسيلي، ڪشمير کان بارا مولا ۽ اري (Uri) رستي هن ماڳ تائين فاصلو پنجهتر ميل آهي، جيڪو رستي جي حقيقي فاصلن مطابق هڪ سؤ ميل بيهي ٿو. شينن سٽنگ هن ماڳ بابت وڌيڪ لکي ٿو ته پونچ جي علائقي جو گهيرو به هزار لي يا 333 ميل آهي، جيڪو ان جي حقيقي گهيري کان هيٺو وڌيڪ آهي. هن جي اولهه کان جهلم، اتر پار کان ٻير پنچال وارو جابلو سلسلو اوڀر، ڏکڻ اوڀر کان راجوڙيءَ جو ننڍڙو علائقو آهي. هن علائقي جو گهيرو، جنهن ۾ ڪوٽلي (Kotali) واري جوءِ به شامل آهي، ڪل 170 ميل آهي. جيڪڏهن اهو علائقو به هن ۾ شامل هجي، جتان پونچ نديءَ جو منهن آهي، ته به ان جو گهيرو 200 ميلن کان نه وڌندو.

ستينءَ صديءَ دوران پونچ تي ڪنهن به راجا جي حڪمراني ڪانه هئي ۽ ڪشمير جو ڏن پرو علائقو هو پوئين دؤر ۾ ان کي پنهنجو راڄ هو. بعد ۾ جموںءَ جي گلاب سنگهه اتان جي حڪمران جي پونئيرن شير خان (Sher Khan) ۽ شمس خان کي قتل ڪري هن علائقي کي ڪشمير سان ملائي ڇڏيو.

**پَونڇي/ پُونڇي:** هڪ قسم جو گهه. هانهن ۾ هڏڻ لاءِ سون يا چانديءَ جي پٽي.

**پون ڪمار نانڪرام:** سنڌي اداڪار ۽ راڳي پون ڪمار، 17 آگسٽ 1959ع تي ڊونڊيچا، مهاراشٽر (ڀارت) ۾ ڄائو. اداڪار طور ڏهن ناٽڪن ۾ حصو ورتائين. سندس مشهور ناٽڪن ۾ 'ڪفن'، 'عوام ۽ مشين'، 'جڏهن زنده هئاسين' ۽ 'جلوس' وغيره شامل آهن.

**پَونگ**: جانورن جا ٻچا. ڪتي ۽ ٻليءَ جا ننڍڙا ٻچا/ ٻونگڙا، ٻچن جي لانڍ. تمام گهڻا ٻچا.

**پونگر پنيرو** (ٻونگر مگرٻو): هڙاپا دؤر جو هي هنري هنڌ اڄڙي لڙ ۾ $69^{0}$ 19' 35" اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ $27^{0}$ 20' 44" اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي موجود آهي. هيءَ ماڳ 570 ميٽر ڊگهو 300 ميٽر ويڪرو ۽ زمين جي عام سطح کان 2 ميٽر اوچو آهي. 17 هيڪٽرن تي ڦهليل ريٽي نديءَ جي ساڄي ڪناري تي موجود آهي، جتي نديءَ جو پيٽ ڪافي ويڪرو آهي. اتي واريءَ جو رنگ هلڪو خاڪي آهي. هن سڄي دڙي تي ڪيتريون ولون پکڙيل آهن. هتي موجود سرون جا ٽڪرا ٻڌائين ٿا ته هتي ڪنهن زماني ۾ پڪيون جايون هيون. هڪ جاءِ جي اڏاوت جا آثار به مليا آهن. جنهن جي ماپ 46X31 ميٽر هئي. سرن جي ماپ موهن جي دڙي ۾ استعمال ٿيل سرن جيتري آهي. خاص وڻ هڪ پڳل ٿانون جوهٽ اچڻ آهي. اهو ٿانو ذڪر ڪيل جاءِ کان 31 ميٽر اتر طرف مليو آهي، جنهن ۾ چوڙيون ۽ ڊسڙ گڏيل هئي. چوڙين جا ٽڪر ستيئڙن مان ٺهيل هئا. ٿانوَن ۾ پيل ننڍڙو ٿانءَ وري مڻين ۽ ڊسڙ سان ڀريل هو مڻيا نزاڪت وارا ۽ ڪافي سهڻا هئا. جنهن وقت اهي مڻيا ڏٺا ويا ته اهي اهڙا ڀُرڪڻا ٿي چڪا هئا، جو هٿ لائڻ سان پائوڊر ٿي ٿي ويا. ٿانءَ ٽٽل حالت ۾ مليو ان تي ڪو به چٽ ڪونه هو پر بلڪل سادو هو شايد اهو ٿانو مڻين وغيره جي رکڻ لاءِ هو يا مذهبي طور ڪنهن ڪم لاءِ ٺاهيو ويو هو ڇو ته سنڌو تهذيب وارا مردن سان گڏ ڪي شيون پورويندا به هئا. اهڙي قسم جون قبرون هڙاپا ۽ گجرات جي ماڳ زڪيدا (Zakeda) مان به مليون آهن، جن مان مڙدي سان گڏ ٻين شين کان سواءِ زيور به ڪن ٿانون ۾ وجهي پوريل حالت ۾ مليا آهن. هتي ڏيان ڇڪائيندڙ وٽ هڪ ٺڪر جي چوٽ (Cone) ملي آهي، جنهن جي چوٽي پڳل آهي ۽ ان کي سوراخ ڪيل آهي. اهڙي هڪ چوٽ موهين جي دڙي مان به ملي آهي، جيڪا نهري آهي ۽ ان جي به چوٽي ٽٽل آهي. بهرحال اها ڀهرين چوٽ آهي، جيڪا ٽرجي ڪنهن ماڳ مان هيل تائين لڌي آهي. انهيءَ چوٽ (Cone) تي ننهن سان رُهنڊيل لِيڪون نڪتل آهن، جيڪي ڳچيءَ وٽ چوڏاري ڦريل آهن ۽ چوٽ کي آرپار مٽئي وانگر سوراخ نڪتل آهي. مٿيون ٿلهو پاسو 1.9 سينٽي ميٽرن جو آهي، جڏهن ته هيٺيون سنهو ۽ چنهبارو پاسو 9 سينٽي ميٽرن جو قطر ۾ آهي. اهو سوراخ ڏاڳي وجهڻ لاءِ ۽ ليڪون ڏاڳي کي ڦابو ڪرڻ لاءِ ٿي سگهن ٿيون. انهيءَ قسم جن شيون (جن ۾ مٽيا به اچي ٿا) استعمال جون به ٿي سگهن ٿيون. اڄ به مٽيا مذهبي طور ڪتب اچن ٿا. دڙي تان سنڌوءَ جي سڃاڻپ واري ٺڪراڻي جي گهڻائي آهي. ان کان سواءِ ٺڪر جا مٽيا، ٽڪنڊيون ڇڪيون، چوڙيون ۽ پٿرن مان ٺهيل چريون، ڏگريون، هٿوڙا اڻ مڪمل وَٽَ (جيڪي گول آهن)، چن جي پٿر جا ٽڪرا وغيره مليا آهن. پونگر پنيري ۽ گهوب پير ماڳن ۾ ڪافي هڪجهڙائي ڏسڻ ۾ اچي ٿي، ڇو ته گهوب پير وانگر هتان به پڪين سرن جا ٽڪرا ڪوٺلي ۽ چاريءَ جا تهه ملن ٿا. هتي به ٻلي جا نشان مليا آهن، پر اهو ٻلو پاهٽي اوزارن کي پهچائڻ وارو نه آهي. البت هتي سرون وغيره پڇايون ويون هونديون.

**پونگي**: هي ڦوڪ جو قديم عوامي ساز مرليءَ وانگر آهي. هي ساز کي گهڻو ڪري نانگن ڦاسائڻ وارا ڪڻندا آهن. هن کي اردو ۽ هنديءَ ۾ "ڪسبري" چون. پولوهار ۽ پنجاب پاسي هن کي "ٻبري" چون. ٻبري يا ٽبري دراصل سڪل ڪدوءَ کي چئبو آهي. هن لاءِ خاص قسم جو ڪدو تلاش ڪجي، جنهن جو وچ گولائيءَ سان ۽ ٻئي پاسا وڌيل ڊگها ۽ مخروطي هجن. هڪ پاسي سوراخ ڪن جنهن مان ڦوڪ ڏجي ٿي ٻئي پاسي مرليءَ وانگر پورا ڪانا ٻٽا ڪري لڳائجن. هنن ڪانن ۾ مُنهن وٽ اندر 'ڪک' يا پيپني لڳل ٿئي ٿي. گول تنبي جو آواز گهڻو ڪري ٿلهو ٿئي ٿو. لوڪ داستانن سان به وڄائي وڃي ٿي. جيئن: بينون اڪيلهه (نڙ جي بجاءِ) بيتن سان وڄائجن ٿيون. ڪن هنڌن تي هن کي بين به چون ٿا.



**پونم پاسڪل پرمار**: پونم پاسڪل ولد ڪرمڻ پرمار، ذات جو پارڪري عيسائي آهي. هن ننگرپارڪر تعلقي جي ڳوٺ ڇنيندا ۾ 22 سيپٽمبر 1954ع تي جنم ورتو هن پرائمري تعليم ماتلي، مڊل نوابشاهه ۽ ميٽرڪ سانگهڙ مان پرائي. ننڍپڻ ۾ ئي والد جي وفات ڪرڻ ڪري هن جي پڙهائيءَ جو خرچ هالينڊ جي هڪ مذهبي شخص ادا ڪيو. ڪاليج سائيڊ کان بيچلر آف ڪامرس ڪيائين ۽ ميرپورخاص جي مشهور سينٽ ٽريضا اسپتال ۾ نوڪري ڪيائين ۽ اتي جي هڪ نرس سان شادي ڪيائين.



هن پارڪري ٻوليءَ جي ترقيءَ لاءِ هڪ انگريز رچرڊ هوئائيل سان گڏجي 56 اکرن تي مشتمل پارڪري الفابيٽ جوڙي ۽ پارڪري فانٽ ٺاهيا ۽ 1986ع ۾ پهريون پيرو پارڪريءَ ۾ 'ڪيرتن واوَ' نالي ڪتاب ڇاپيائين. ان کان پوءِ پارڪريءَ ۾ ڪيترائي ڪتاب، ڪتابڙا ۽ رسالا ڇاپڻ سان گڏ پارڪري ٻوليءَ کي دنيا جي مختلف خطن تائين پهچائڻ لاءِ پارڪري- انگريزي ۽ انگريزي- پارڪري لغت ترتيب ڏنائين.

پونم پاسڪل گذريل ڪيترن سالن کان سنڌ ۾ رهندڙ ڪولهين جي ترقيءَ لاءِ هڪ سماجي ادارو (پارڪري ڪميونٽي ڊيولپمينٽ پروگرام) هلائي رهيو آهي. جنهن جو پاڻ ايگزيڪيوٽو ڊائريڪٽر آهي. اداري جي 'مڌرٽنگ لٽريسي پروگرام' تحت ننگرپارڪر ۾ هلندڙ 20 اسڪولن ۾ پرائمريءَ کان پهرين پارڪري ۾ پڙهائي وڃي ٿي ته جيئن ٻار پارڪريءَ کان چڱي ريت واقف ٿي سگهن. هيءَ ڪيترن سالن کان تماهي رسالو 'پريات' به ڪڍندو رهي ٿو جنهن جو پاڻ چيف ايڊيٽر آهي. هن وقت سندس رهائش رتن آباد (ميرپورخاص) ۾ آهي.

**پُونڙا**: پاڻيءَ جا سنها جيت، ڍنڍن ۾ بيٺل پاڻيءَ ۾ سنها جيت پيدا ٿي پوندا آهن، جيڪي پهرين گول داڻن وانگر ٿيندا آهن، پوءِ ننڍڙو پڇ ڪڍندا آهن، ان کان پوءِ روپ مٽائي ٻيا پاڻيءَ جا جيت ٿي ويندا آهن، هي مختلف جيتن جي واڌ جي مختلف مرحلن وارا ساهوارا آهن، جن مان ڪن کي هنن جيتن جي ننهي صورتن کي "پونڙا" چوندا آهن.

جڏھن کوھن جي سنڀال نہ ڪبي آھي تہ انھن ۾ اندر ڪاري ڳپ ڳڏ ٿي ويندي آھي، جنھن ۾ ڏپ ٿيندي آھي ۽ پوءِ انھن ۾ ھڪڙا ننڍڙا ڪينئان جنم وٺندا آھن. جن کي پوَنڙا چيو ويندو آھي. اھي پوَنڙا ھزارن جي ڳاڻيٽي ۾ ھوندا آھن. کوھن جو پاڻي ماڻھن جي پيئڻ لاءِ ڪم ايندو آھي ۽ اھي ڪينئان پاڻيءَ ذريعي ماڻھن جي پيٽ ۾ ھليا ويندا آھن. جنھنڪري پيٽ جون ٻيون انيڪ بيماريون پکڙجڻ جو انديشو رھندو آھي. ان لاءِ اڳي صحت کاتي وارا ڪارڪن کوھن ۾ دوا وجھندا ھئا تہ جيئن پوَنڙا مري وڃن. پاڻيءَ ۾ وجھڻ واري دوا، "پوٽيشئم پرميگنيٽ" ھوندي آھي. جيڪا ڳاڙھي رنگ جي ٿيندي آھي، ان ڪري کوھہ جو پاڻي بہ سڄو ڳاڙھي رنگ جو ٿي ويندو آھي، پر پيئڻ ۾ نقصانڪار نہ ھوندو آھي. دوا نہ ملڻ جي صورت ۾ پاڻي ڪاڙھي، پوءِ آنرائي، سنھي ڪپڙي ۾ ڇاڻبو آھي تہ جيئن مٿيل پوَنڙا پيئڻ جي پاڻيءَ ۾ شامل نہ ٿي سگھن.

**پوٽي ڏھرو:** ھن نالي سان ضلعي ٿرپارڪر جي پوڏيسر ڳوٺ ۾ ھڪ ڏھرو آھي. ھن ڏھري بابت ھڪ روايت آھي تہ: پوڏيسر جي ھڪ مائي، ڪپھہ جون پوٽيون ڪَتي سُٽ ٺاھيندي ھئي. وٽس جڏھن گھڻو ناڻو گڏ ٿيو تہ ھن ان مان ھي ڏھرو ٺھرايو ۽ پنھنجو ناڻو ڏھري جي مٿئين گنبذ ۾ ڇُڻائي ڇڏيائين. مائيءَ جي مرڻ کان پوءِ ھن جي ھڪ چلي ھڪ واڻيي (واپاريءَ) کي ملي، جنھن ۾ لکيل ھو تہ "منھنجو مٿو وڍ، ڏھري مان مال ڪڍ" ڪافي مھينن کان پوءِ واڻيو گنبذ ٽوڙڻ ۾ ڪامياب ٿيو ۽ مال ڪٽي ھليو ويو ان ڪري اڄ ڏينھن تائين پوٽي ڏھري جو گنبذ ڊٺل نظر اچي ٿو ۽ ھن ڏھري کي اُن عورت جي نالي ۽ ڪرت پٺيان "پوٽي ڏھرو" سڏيو وڃي ٿو

**پوھہ:** سنڌي سال جو ڏھون مھينو جيڪو ٿھ سياري يعني ڊسمبر ۽ جنوري مھينن ۾ ايندو آھي، تنھنڪري ڪيترين چوڻين جنم ورتو آھي، جھڙوڪ: "پوھہ، ڪلن ڪوھہ" يا "پوھہ لاٽا لوھہ" وغيره. ھيءَ مھينو ٽيھن ڏينھن جو ھوندو آھي.

**پوھلي/ ڪانڊيري** (Wild Safflower/ *Carthamus Oxycantha*): ھي گندگاھہ طور فصل ۾ ڦٽندڙ جڙي ٻوٽي آھي، ھن ٻوٽيءَ جي ٻجن مان نڪتل تيل حڪمت جي ڪم ايندو آھي. ھن ٻوٽيءَ کي اردو ٻوليءَ ۾ پوھلي ۽ پنجابي ٻوليءَ ۾ ڪنتياري پوھلي چوندا آھن. ھيءَ ٻوٽي گھڻو ڪري ڪڻڪ جي فصل ۾ ڦٽندي آھي، ان کان سواءِ وارياسي ۽ ڊسڙ وارين زمينن ۾ بہ ڦٽي ٿي. ھي ٻوٽي گھڻو ڪري لاڙ واري پاسي فصل ۾ جام ٿئي ٿي.



پوھلي ٻوٽي

**پوھنا:** راجپوتن جي ھڪ ذات. ھي راجا تاراچند جي پٽ "نانڪ چند" جو اولاد آھن.

**پوھہ نمبر 1:** تعلقي اوباوڙي جي ھڪ ديھہ جو نالو جنھن ۾ 'غلام قادر پنھيار' ۽ 'عبداللہ پيو' نالي ڳوٺ شامل آھن.

**پوھہ نمبر 2:** تعلقي اوباوڙي جي ھڪ ديھہ جو نالو جنھن ۾ ھڪ ڳوٺ 'عبدالقادر ڏھر' نالي شامل آھي.

**پوئٽري سوسائٽي:** پوئٽري سوسائٽي (Poetry Society) شاعريءَ جي واڌ ۽ ترقيءَ لاءِ قائم ڪئي وئي ھئي، جنھن جو مرڪز لنڊن ۾ ھو ۽ ان جون شاخون دنيا جي مختلف ملڪن ۾ قائم ھيون. ھن سوسائٽيءَ جو مقصد انگريزي شاعريءَ کي دنيا ۾ ۽ دنيا جي ٻين ملڪن جي شاعريءَ کي انگلنڊ ۾ پکيڙڻ ۽ آگاھي ڏيڻ ھو علامہ آءِ. آءِ. قاضي لنڊن ۾ پنھنجي رھائش دوران "لنڊن پوئٽري سوسائٽيءَ" جو فيلو ۽ نائب صدر رھيو ۽ انگريزي شاعريءَ تي ليڪچر ڏيندو ھو 1924ع ۾ پاڻ جڏھن خيرپور ۾ سيشن جج ھو تہ سنڌ ۾ پوئٽري سوسائٽيءَ جو بنياد وجھي، حيدرآباد، خيرپور ۽ لاڙڪاڻي ۾ ان جون شاخون قائم ڪيائين. پوئٽري سوسائٽيءَ جو سنڌ ۾ سرپرست ۽ صدر خيرپور رياست جو مير علي نواز خان "ناز" ۽ نائب صدر سنڌس وزير ايم. ڪي. شيخ ھو اُن وقت پوئٽري سوسائٽيءَ طرفان ھڪ رسالو پوئٽري رويو (Poetry Review) بہ شايع ٿيندو ھو

**پوئِڪي:** مڇيءَ جو ھڪ قسم، جنھن جي پٺي ميرانجھڙي ۽ پيٽ اڇو ٿيندو آھي، ان جي پکڙن تي سنھا ٽڪا ٿيندا آھن. ھن مڇيءَ جي اکين مٿان ڊگھيون مڇون ٿين. ھيءَ مَلي مڇي آھي، اُتر طرف ان کي "جرڪو" چيو ويندو آھي.

**پُوئو:** اھا رقم، جيڪا شاديءَ جي موقعي تي ڪاج ڪندڙ کي راڄ ڀاڳ وارا ڏين، ان کي 'پاھت' بہ چيو ويندو آھي (وڌيڪ ڏسو: پاھت).

**پُوئي:** پوئي ٻارھوئي سرسبز رھڻ واري ٻوٽي آھي، جيڪا ڀاڄي طور بہ ڪاڍي وڃي ٿي. ھن ٻوٽيءَ کي انگريزيءَ ۾ 'Indian Spinach Malabarnight'، سنسڪرت ۾ پوتڪي، گجراتيءَ ۾ پوٽڪي، بنگاليءَ ۾ پوئي شاڪ- روڪتو پوئي، ھنديءَ ۾ لال بچلو ۽ لاطينيءَ ۾ 'Bassella Rubra' چيو ويندو آھي. ھن ٻوٽي جي آڪھہ جو نالو Chenopodiaceae آھي. ھن ٻوٽيءَ مان ڪافي ٽاريون نڪرن ٿيون. ھن جا پن پنجن کان ساڍا ٻارھن سينٽي ميٽر ڊگھا ۽ اڍائي کان ساڍا ست سينٽي ميٽر ويڪرا ٿيندا آھن. پنن جون ڏانڊيون 1.2 کان 2.5 سينٽي ميٽر ٿينديون آھن. ھن ٻوٽيءَ جو فروٽ مٽر جيترو اڇو ڳاڙھو ۽ ڪارو ٿيندو آھي. برصغير ۾ ھي ٻوٽي عام پوکي وڃي ٿي ۽ جھنگلي بہ ٿئي. سنڌ ۾ بہ عام جام ٿئي ٿي.



جڙي ٻوٽي

**پوئين پهر جا پانڌيئڙا** (ڪتاب): هي ڪتاب اردو جي ناميار ليکڪا




قرة العين حيدر جي مشهور ناول "آخري شب ڪي همسفر" جو سنڌي ترجمو آهي. جنهن کي سنڌ جي نامور اديب ۽ تجزيي نگار ولي رام ولڀ سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي. هن تاريخي ناول ۾ ليکڪ پنهنجي اپياس جو مرڪز ننڍي کنڊ جو خطو رکيو آهي، جنهن ۾ بنگال جي دهشت پسند هلچل جو عروج، هندستان ڇڏي وڃو تحريڪ جو زور، پاڪستان جي گهر لاءِ جلسا جلوس، هندستان جو ورهاڱو ۽ ويهن سالن کان اوپر پاڪستان جو بنگلاديش بڻجي وڃڻ. بنگال جي تاريخ جا لاها چاڙها ۽ خاص ڪري اتي جي ڪاهي ڏر جي سياست جو عروج ۽ زوال شامل آهي.

اردوءَ ۾ هي ناول 1979ع ۾ شايع ٿيو هو. جڏهن ته هن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو 2000ع ۾ آج پبليڪيشن طرفان شايع ڪيو ويو آهي. ڪتاب جي شروعات مترجم جي نوٽ سان ٿئي ٿي. ڊيمي سائيز ۽ پڪي جلد واري هن ڪتاب ۾ ڪل 413 صفحا آهن ۽ ڪتاب جو ملهه 240 رپيا ڄاڻايو ويو آهي.

**پَهاڄَ**: ڪنهن مرد جي هڪڙي زال هوندي به پرڻائي آندل زال، جنهن کي پهرين زال جي 'پهاڄ' چئبو آهي. سنڌيءَ ۾ ان کي 'ساهيڙي' به چون. پهاڄ کي اردوءَ ۾ 'سوڪن/ سوتن' ۽ هنديءَ ۾ 'سوتن' چئبو آهي. "پهاڄ" اڄوڪي دؤر ۾ هڪڙو ڪردار بنجي وئي آهي ۽ گهر ۾ ڪِٽ پٽ ۽ ڪلڪل جو اهڃاڻ آهي. ان حوالي سان پهاڄ جو تصور گهڻين شادين جي رواج سان لاڳاپيل آهي. قديم دور ۾ دنيا جي اڪثر قومن ۾ هڪ کان وڌيڪ شادين جو رواج هو. برصغير ۾ هندن ۾ اهو رواج رهيو آهي. پر هاڻي رڳو مسلمانن ۾ رهيو آهي.

**پهاڙ**: عام طرح جاگرافيءَ جي ڪتابن ۾ پهاڙ جي وصف اها بيان ڪئي وئي آهي ته پٿرن جو اهو ڏڳ، جنهن جي اوچائي هڪ هزار فوٽن کان مٿي هجي. پهاڙ کي ڪوهه ۽ جبل به چون ٿا. پهاڙ زمين مان اڀري نڪتل هوندو آهي. پهاڙ ٿهن وارا ٿيندا آهن. جن ۾ معدنيات جو خزانو موجود هوندو آهي، جنهن ۾ گئس، تيل جا ذخيرا، سنگمرمر جپسم وغيره شامل آهن. (وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو: "جبل").

**پهاڙن ۾ پڪار** (ڪتاب): هي خليل جبران جي ڪهاڻين جي ترجمي تي



مشتمل ڪتاب آهي، جنهن جو ترجمو سنڌ جي ناميار ڪهاڻيڪار نجم عباسيءَ ڪيو آهي. هي نجم عباسيءَ جو ٽيرهون ڪتاب آهي، جنهن جو انتساب هن لاڙڪاڻي جي نالي ڪيو آهي. ڪتاب جي ابتدا ۾ نجم عباسيءَ ڄاڻايو آهي ته جڏهن جنوري 1954ع ۾ هو لاڙڪاڻي جي سول اسپتال ۾ ميڊيڪل آفيسر هو تڏهن هن خليل جبران جي ڪتاب Sprits Rebellious جي هڪ ڏکي ڪهاڻي "پهاڙن ۾ پڪار" جي عنوان سان ترجمو ڪئي هئي. جيڪا وچائجي وئي هئي. بعد ۾ نجم عباسيءَ، خليل جبران جون ٻيون ڪهاڻيون "قاتل ڪنوار"، "انصاف جون قبرون"، "باغي زال" ۽ "فنڪار" ترجمو ڪري گڏائي هن ڪتاب جي صورت ۾ شايع ڪرايون. هي ڪرائون سائيز جو 150 صفحن تي مشتمل ڪتاب زيب سنڌيءَ، سگهڙ پبليڪيشن لاڙڪاڻي پاران فيبروري 1984ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو جنهن جي قيمت 12 رپيا آهي. هن ڪتاب جي ٽائيٽل ڪئليگرافي اياز گل جي ڪيل آهي.

**پهاڙي** (راڳڻي): راڳ وديا ۾ هڪ راڳڻيءَ جو نالو آهي. هن راڳڻيءَ جا سر نهايت دلپذير ۽ من موهيندڙ آهن. هيءَ بلاول ٺاٺ جي اوڊو راڳڻي آهي. هن جي آروهي: سا ري گي پا ڌي سا ۽ امروهي: سا ڌي پا گي ري سا ڌي آهي. هن جو وادي سُر سا (کرج) ۽ سموادي سر: پا (پنچم) آهي. هن ۾ مڌم ۽ نکاد جا سُر ورجت آهن. ڪن گرنٿن ۾ هي راڳڻي پيرو ٺاٺ ۾ ڄاڻايل آهي ته وري ڪن گرنٿن ۾ نکادڪومل سان کماج ٺاٺ ۾ لکيل آهي. هن ۾ ڌيوت ۽ پنچم جي سنگت آهي. اترانگ ۾ يعني پنچم کان وٺي ٽيپ جي کرج تائين راڳ جو گهڻو زور آهي.

ڪشمير، پنجاب ۽ سنڌ ۾ هيءَ راڳڻي مقبول آهي. جيئن ته هيءَ مڪاني راڳڻي آهي، تنهنڪري سنگيت جي شاسترين، ان جي ڳائڻ جو ڪو وقت مقرر نه ڪيو آهي. ڏينهن هجي يا رات. انساني آواز هجي يا بانسري جو رسيلو سُر هيءَ راڳڻي وقت جي قيد کان آزاد، گونجندي رهي ٿي.

**پهاڙي چٽ** (Petroglyph): قديم زماني جي ماڻهن ۽ پنهنجين سوچن، خيالن، ريتن رسمن ۽ مذهبي لاڙن کي پٿر تي تڏهن اڪيريو جڏهن ڪاغذ اڃا نه ٺهيو هو پٿر تي نڪتل چٽن ۽ تصويرن اڪيرڻ جي فن کي تصوير نگاري




سڏجي ٿو. دنيا جي هر انهيءَ خطي ۾ جتي اوائلي تهذيبن جنم ورتو آهي، اتي پاهڻ تي تصوير نگاريءَ جا نمونا ملن ٿا. هندوستان ۽ پاڪستان ۾ ڪيترن هنڌن تي هن قسم جا چٽ مليا آهن. تاريخ کان اڳ واري دور ۾ پٿر تي ٺيل اکر يا نقش نگاريءَ ۾ مختلف جانورن جون تصويرون، شڪار جا منظر، مذهبي لاڙن يا رجحانن کي ظاهر ڪندڙ علامتون ۽ انهن بابت تجريدي چٽ، ان زماني جي سماج جي ڪافي حد تائين نشاندهي ڪن ٿا. ڪيرٿر جي مختلف هنڌن تي اوائلي دور جون، ماڻهن، جانورن سرهن، گڏين وغيره، جون اڀتيون سبتيون شڪليون نڪتل آهن، خاص ڪري "ڪتي جي قبر" ڏي ويندي، سيتا نئن جي ڀٽي ڪناري تي "شاهه ڪنب" وٽ، اهي شڪليون ڪافي تعداد ۾ ملن ٿيون. ان ڪري انهيءَ هنڌ کي مقامي ماڻهو

سڏيندا ٿي "چٽن واري پر" آهن. ساڳئي نموني ڪيرٿر ۾ ڏمڙي لڪ لهڻ مهل به اهڙا چٽ نمايان نظر ايندا. قديم زماني ڪان اسلام جي ظهور تائين سنڌ تي هندومت، ٻڌمت ۽ جين مت جو گهرو اثر هو ڪيرٿر جي "سدو مزو ڊِهه" وٽ لکيل ڪجهه تحريرون، پشاور يونيورسٽيءَ مان پڙهايون ويون آهن ته معلوم ٿيو آهي ته اهي لکتون برهمي لپيءَ ۾ لکيل آهن. اها لکت ڏکڻ ايشيا ۾ ٽين صدي ق.م تائين لکڻ ۾ ايندي هئي. انهن لکتن ۾ ڪجهه هن قسم جا لفظ مليا آهن: متارو، پرنداپ، دارا ۽ ڏمشا وغيره. (هن قسم جي تصوير نگاريءَ تي سنڌ ۾ تحقيق هلي رهي آهي). انهن نالن کان سواءِ ڪجهه شڪليون به آهن، جيڪي سڃاڻپي سگهجن ٿيون. جهڙوڪ: پنجن استوپائن جا نشان، ڍڳي گهوڙي هڪ ناچڻيءَ جي اک، سواستيڪا جو نشان وغيره. سدو مزو ڊهه ڪان سواءِ ڪيرٿر ۾ اهڙي قسم جي تصوير نگاريءَ "ٽٽن جهڏڙي ڪنب" وٽ، جيڪو ٽٽن نلي ڏي وهندڙ زئيني ڍوري جي ڪناري تي آهي، پپر ڪنب جي سامهون پورن ڏڙن ۽ ٻين ڪيترن هنڌن تي به ملي ٿي.

**ڀاڪا ـ ڪلام جا ڏيئا** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌ جي ناليواري اديب نورالدين سرڪيءَ ترتيب ڏنو آهي، جنهن ۾ شاهه جي شاعريءَ مان سون ورنيون/ستون شامل آهن. هن ڪتاب جا ٻه ڀاڱا آهن: 1. ڀاڪا ۽ 2. سون ورنيون ستون، جيڪي الف ب وار ترتيب سان ڏنل آهن. ڪتاب ۾ شاهه جي رسالي مان اُهي سون ورنيون ستون چونڊي ڏنيون ويون آهن، جيڪي عام ڳالهه ٻولهه توڙي تحرير ۽ تقرير ۾ مثالن ۽ چوڻين طور ڪم آڻي سگهجن ٿيون. ڪتاب جي مهاڳ ۾ نورالدين سرڪيءَ ڀاڪن جي وصف بيان ڪندي لکيو آهي




ته: "ڀاڪو هڪ ننڍو ياد رکڻ جهڙو بياني جملو آهي، جنهن ۾ نصيحت، چتاءُ، اڳڪٿي يا وري ڪو سوچيل سمجهيل مشاهدو سمايل هوندو آهي." نئين سنڌ اڪيڊمي ڪراچيءَ پاران، هي ڪتاب نومبر 2006ع ۾ شايع ڪيو ويو. پڪي جلد سان، 282 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 200 روپيا آهي.

**ڀاڪن جي پاڙ** (ڪتاب): سنڌي ٻوليءَ جي لوڪ ڏاهپ جي مظهر ڀاڪن جو هي ڪتاب، ناميارا محقق، تاريخدان ۽ سنڌي ٻوليءَ جي ماهر ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي جي تحقيقي پورهئي جو نچوڙ آهي، جنهن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي ڀاڪن کي نه صرف سنڌي الف- ب جي مناسبت سان سلسليوار شامل ڪيو ويو آهي، پر ڀاڪن کي مثالن ذريعي واضح ڪري به سمجهايو ويو آهي. ڪچي جلد




سان ڊيمي سائيز جو هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشوري 1997ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. 144صفحن تي ٻڌل هن ڪتاب جي قيمت 55 رپيا آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو اسلم سنديلي، لاڙڪاڻي مان، 1969ع ۾ ڇپايو هو.

**ڀاڪن جي پيڙهه** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب الهه بخش ٽالپر جو لکيل آهي، جنهن ۾ سنڌي ڀاڪا ۽ انهن جا بنياد بيان ڪيل آهن. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 90 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو 50 پئسا آهي. پهريون ڇاپو آر. ايڇ. احمد اينڊ برادرس حيدرآباد مان 1969ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو

**ڀاڪو**: ڀاڪو سنڌي ٻوليءَ جو هڪ اصطلاح آهي، جنهن جو مفهوم آهي "اهو نُڪتو يا گفتو جنهن ۾ ڪو اونهو خيال يا ويچار سمايل هجي." گنڀير ويچار ۽ سهڻي صلاح سمايل گفتي کي ڀاڪو چوندا آهن. ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي لکيو آهي ته: "هيءُ لفظ سنسڪرت جي "ڀٽ" لفظ مان جڙيل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي: نصيحت آميز چوڻي، ضرب المثل. پنڊت رام ڏن مشرجي ’ٻيال‘ ۾ "ڀاڪي جو اصل لفظ ’کهاوت‘ آهي." واسديو مشرڻ اگروال پراڪرت جي لفظ "کهاپ" مان "کهاوت" جي بناوت سمجهائي آهي. ڪيشو پرسادمشر "ڪهه" ڌاتوءَ جي پڇاڙيءَ ۾ "آوت" لڳائڻ سان هن جي رچنا سمجهائي آهي. سڌيشور ورما نالي ڀاشاوگيانيءَ "ڪهه+ آوت" مان کهاوت جو اشتقاق ڪيو آهي. هنومان پرساد جي ويچار ۾ هيءُ لفظ ڪم + آوت يعني اهو سخن يا گفتو آهي، جنهن کي عام ماڻهو پيڙهي در پيڙهي چوندا ۽ ٻڌندا پيا اچن. مولانا ابوالڪلام ’آزاد‘ جي خيال ۾ "هيءُ لفظ "ڪهاڻي" مان نهيو آهي." هي لفظ ڀاڪي يا چوڻيءَ جي معنيٰ ۾ قديم زماني ڪان وٺي واهپي ۾ اچي پيو "ٽرنر" جي راءِ موجب هن لفظ جو مول "ڪٿا وارتا" آهي. "کهاوت" لفظ جا سنڌيءَ ۾ ٻيا ننڍا روپ به ملن ٿا، جيڪي "کهاوت" ۽ "کَهَت" آهن. انهن جي اوسر به "کهاوت" لفظ جي بگڙيل روپ مان ٿي ٿي آهي. ڀاڪي جي وصف دانائن هن ريت ڪئي آهي:

- ڀاڪو اِهو آهي، جنهن ۾ گهڻن ويچارن کي ڪاڙهي، انهن جو سَت ڪجهي ٿورن لفظن ۾ لکيو وڃي.
- ڪنهن به قوم جي اعليٰ درجي جي انوکي سمجهه ۽ سڄاڻ، ڀاڪن مان ٿي پوي ٿي.
- ڀاڪا اهي ننڍڙا جملا آهن، جيڪي گهڻي آزمودي ۽ تجربي ڪان پوءِ وجود ۾ آيا آهن.
- ڀاڪو هڪ اهڙو ننڍڙو گفتو آهي، جيڪو عام ماڻهن ۾ قبول ٿيل آهي.
- ڀاڪا اهڙا آڳاٽا بچيل جزا آهن، جيڪي پنهنجن ننڍڙن روپن ۾، صحيح معنيٰ جي خيال ڪان، قديم فلاسافيءَ جي ڪنڊرن مان سالم صورت ۾ ڪوٺي هٽ ڪيا ويا آهن.
- ڀاڪو ننڍڙو ۽ نصيحت آموز هڪ اهڙو گفتو آهي، جيڪو ازل ڪان وٺي مروج آهي.
- ڀاڪو سياڻن جي سخنن جي سمجهاڻي آهي.

مٿين وصفن مان ڀاڪي جو جيڪو روپ ظاهر ٿئي ٿو ان ۾ هيٺيون مکيه خاصيون آهن:

(1) ڀاڪن ۾ ٿورن لفظن ۾ گهڻا ويچار سمايل هوندا آهن. (2) استعاري ۽ تجنيس جي ڪري ڀاڪن ۾ اظهار جي برجستگي هوندي آهي. (3) ڀاڪا روزاني زندگيءَ جي آزمودن مان حاصل ڪيل علم ۽ سياڻپ سان ڀريل نُڪتا آهن. (4) ڀاڪا زباني روايتن ذريعي صدين ڪان وٺي سماج ۾ هلندا پيا اچن. (5) ڀاڪا نصيحت آموز هئڻ ڪري اڪثر عام ماڻهن لاءِ اڻ لکيل قانون آهن. (6) ڀاڪن ۾ ڪنهن قوم ۽ ذات جو عڪس ملندو آهي.

دنيا جي سيني ٻولين ۾ پهاڪن جي اهميت ۽ وصف بابت گهڻو ڪجهه لکيو ويو آهي.

جهڙوڪ: يوناني ٻوليءَ ۾ لفظ 'Paroemia' ”عوام ۾ مروج سخن“، لاطينيءَ ۽ اطالويءَ جي لفظ 'Proverbio' ۽ ٽسڪن ٻوليءَ جي لفظ 'Dettato' جو مطلب آهي ”اهو وچن، جيڪو صدين کان بار بار دهرايو ويندو هجي.“ ترڪيءَ ٻوليءَ جي لفظ 'Atalas Suzu' ۾ ”ابن ڏاڏن جا وچن“ جي معنيٰ سمايل آهي؛ چيني ٻوليءَ ۾ اُن جي معنيٰ ”مقبول ثابت ٿيل جملو“ ۽ عربيءَ ۾ لفظ 'مثل' پهاڪي ۾ تمثيل يا پيٽ جي هئڻ طرف اشارو ڪري ٿو.

سنڌي ٻوليءَ ۾ ”پهاڪي“ جو مفهوم هن طرح آهي: ”دانائيءَ وارو نُڪتو، جيڪو نصيحت طور ڪم آندو وڃي.“ پهاڪو ۽ چوڻي جدا جدا وصف رکن ٿا. جيتوڻيڪ اڄ تائين ڪنهن عالم انهن جي درجي بندي نه ڪئي آهي. پهاڪو فطرت جي قانون موجب مندن جي تبديلي، انساني فطرت، رسمن، رواجن ۽ ڪائنات جي مظهرن وغيره متعلق قاعدي يا ڪُليي جي معنيٰ ڏئي ٿو. پر قصن، ڪهاڻين، واقعن ۽ حادثن جا عنوان ”چوڻين“ هيٺ ايندا آهن، مثال:

(i) تِرجي گُتي سؤ چوٽون کائي.

(ii) انڌو هاٿي، لَشڪر جو زيان.

**پهريارو:** تعلقي ناري جي هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پهريارو، گنبل شاهه، گلڻ فقير، جمعو پنيرو، صالح پنيرو، ڳوٺ سيال، رب رکيو پنيرو، محمد اسماعيل مگريو، مير خان مهراڻي، عبدالغفور رند، جڙيو چاڪراڻي، قلو خان ملاح، خان جت ۽ محمد سفر ملاح.

**پهريان مسلمان (سنڌي) گريجوئيٽ:** انگريزن 1843ع ۾ سنڌ فتح ڪئي. ان پهريون سنڌي گريجوئيٽ کان پوءِ پهرين ويهن سالن دوران سنڌي مسلمانن مان ڪو به گريجوئيٽ ڪو نه ٿيو. انهن ڏينهن ۾ سنڌ جا ٽي ضلعا هئا. ڪراچي، حيدرآباد ۽ شڪارپور. سنڌ ۾ اڃا ڪو به ڪاليج نه کليو هو پهريون ڪاليج 1878ع ۾ ڪراچيءَ جو ڊي. جي سنڌ ڪاليج شروع ٿيو سنڌ مدرسو به 1885ع ۾ قائم ٿيو جنهن سان لاڳو پوءِ 1893ع ۾ انٽرميڊيئيٽ ڪاليج کليو جيڪو اڳتي هلي ڊگري ڪاليج بڻيو ان وقت اسڪولن جي به قلت هئي. سنڌي مسلمان رڳو ميٽرڪ تائين پڙهي نوڪريءَ جي ڳولا ۾ رهندا هئا؛ ڪي سرنديءَ وارا وڃي بمبئيءَ ۾ ايلفنسٽن ڪاليج ۾ داخلا وٺندا هئا. جتان گريجوئيٽ ٿي نڪرندا هئا. لاڙڪاڻي وارو مدرسو به 1901ع ۾ کليو. نوشهري وارو مدرسو ان کان پوءِ کليو. ٽنڊي باگي وارو لارينس مدرسو ته گهڻي دير سان وجود ۾ آيو. سنڌ جي مسلمانن علم حاصل ڪرڻ لاءِ وڏي جدوجهد ڪئي. سنڌي مسلمانن مان پهريون گريجوئيٽ مرزا صادق علي بيگ، 1872ع ۾، بمبئي يونيورسٽيءَ مان ٿيو هو شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ جو وڏو ڀاءُ ۽ سنڌ جي مرحوم ايڊووڪيٽ جنرل، خانبهادر مرزا سڪندر بيگ جو والد هو پهريان شڪارپور هاءِ اسڪول جو هيڊماستر ٿي رهيو جتان پوءِ ڪراچيءَ ۾ اين جي وي هاءِ اسڪول جو هيڊماستر ٿيو ٻيو گريجوئيٽ، خانبهادر حسن علي آفنديءَ جو وڏو فرزند، علي احمد هو جنهن آءِ. سي. ايس پاس ڪئي ۽ علي ڳڙهه جو ڪليڪٽر ٿيو. ٽيون گريجوئيٽ ولي محمد، حسن علي آفندي هو جيڪو پهرين ڊپٽي ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر بڻيو ۽ پوءِ ڏهه سال پرنسپال ٿي رهيو پوءِ ايل ايل بي پاس ڪيائين ۽ روينيو کاتي ۾ ڊپٽي ڪليڪٽر جي عهدي تان رٽائر ڪيائين. سنڌ مدرسي بورڊ جو ڪيترائي سال صدر رهيو. ڪراچيءَ جو اعزازي مئجسٽريٽ به ٿيو. چوٿون گريجوئيٽ رئيس غلام محمد ڀرڳڙي هو جيڪو 1886ع ۾ گريجوئيٽ ٿيو 1887ع ۾ وڪالت جو پهريون سال پاس ڪيائين. پوءِ ايلفنسٽن هاءِ اسڪول ۾ ماستر ٿيو جتان شڪارپور هاءِ اسڪول ويو 1891ع ۾ ڪيس شڪارپور جو ڊپٽي ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر مقرر ڪيو ويو ان بعد وڪالت پاس ڪري حيدرآباد ۾ وڪالت ڪرڻ لڳو 1908ع ۾ خيرپور ميرس جو چيف سيڪريٽري بڻيو 1911ع کان 1921ع تائين لاڙڪاڻي ۾ وڪالت ڪيائين.

1886ع کان پوءِ ڪيترن سالن تائين ڪو به مسلمان گريجوئيٽ ڪو نه ٿيو. ڪراچيءَ ۾ ڊي. جي سنڌ ڪاليج برپا ٿيڻ کان پوءِ عبدالمجيد دريشاڻي 1901ع ۾ گريجوئيٽ ٿيو ساڻس گڏ حبيب الله دريشاڻي به گريجوئيٽ ٿيو ان بعد هزاري حسن علي جعفري گريجوئيشن ڪئي. ان کان پوءِ 1906ع تائين ڪنهن به مسلمان بي. اي نه ڪئي. 1907ع ۾ پنج ڄڻا گريجوئيٽ ٿيا، جن مان هڪ مرزا سڌني بيگ هو جيڪو انڪم ٽيڪس کاتي ۾ اسسٽنٽ ڪمشنر ٿيو ان بعد سنڌ ۾ گريجوئيٽ ٿيندا رهيا. 1914ع ۾ خانبهادر محمد صديق ميمڻ گريجوئيٽ ٿيو ۽ تعليم کاتي ۾ آفيسر بڻيو هو ڪيترائي سال ٽريننگ ڪاليج فار مين حيدرآباد جو پرنسپال به رهيو مخدوم نور احمد صديقي بي. اي (آنرس) ڪئي. هو روينيو کاتي جو عملدار ٿيو ۽ ڪيترو ئي وقت ڪورٽ آف وارڊس ۽ ڪيمبرڊ اسٽيٽس جو مئنيجر ٿي رهيو سنڌ مان پهريون مسلمان جنهن ايم. اي ڪئي، اهو شڪارپور جو عبدالمجيد دريشاڻي هو. ان کان سواءِ ٻيا جيڪي گريجوئيٽ ٿيا، انهن مان ڪجهه نالا هيٺ ڏجن ٿا:



غلام محمد ڀرڳڙي، ميران محمد شاهه، ع. م. دائودپوٽو ۽ عثمان علي انصاري

(1) مرزا جعفر قلي بيگ، (2) شيخ احمد، (3) عطا حسين شاهه موسوي، (4) آءِ واءِ سليمان، (5) يار محمد جوڻيجو (6) شيخ محمد بخش، الاهي بخش، (7) شيخ ڪريم بخش، (8) شيخ رحيم بخش، (9) غلام حسين سومرو، (10) موسيٰ خان انصاري، (11) عمر بن محمد دائودپوٽو، (12) عثمان علي انصاري، (13) پروفيسر اي. ايل شيخ، (14) الله بخش انصاري، (15) شاهنواز پيرزادو (16) عبدالرزاق قريشي، (17) علي خان ابڙو (18) نبي بخش محمد حسين، (19) آغا حسن علي، (20) غلام صديق عيساڻي، (21) موليڏنو عباسي، (22) شفيع محمد قريشي، (23) محمود پٽي، (24) مرزا غلام دستگير (25) تاج محمد ٻگهيو (26) نصرالله خشڪ بلوچ، (27) جمال الدين بدر الدين قاضي، (28) محمد ٻچل ميمڻ، (29) محمد بخش ميمڻ، (30) آخوند عبدالله، (31) علي بخش چنا، (32) يار محمد ميمڻ، (33) محمد اعظم اعوان، (34) مرزا سڪندر بيگ، (35) غلام مرتضيٰ عيساڻي، (36) قاضي خدا بخش، (37) قاضي خير محمد سيوهاڻي، (38) غلام دستگير عيساڻي، (39) مرزا عبدالرحمان، (40) احمد بخش راهو (41) سيد ميران محمد شاهه، (42) خان صاحب مريد علي قادر بخش ۽ ٻيا شامل آهن.

**پهرين انگريزي اخبار:** سنڌ ۾ اخبارن جي شروعات انگريزي ۽ فارسي اخبارن سان ٿي، سنڌ ۾ پهرين انگريزي اخبار 'ڪراچي ائڊورٽائيزر' (Kurrachee Advertiser) هئي، جيڪا سر چارلس نيپيئر 1844ع ۾ ڪراچيءَ مان شروع ڪرائي. هيءَ اخبار هر سومر ۽ خميس ڏينهن شام جو جاري ٿيندي هئي.

**پهرين سنڌي اخبار:** سنڌ ۾ اخبار نويسيءَ جي شروعات انگريزي اخبار 'ڪراچي ايڊورٽائيزر' سان 1844ع ۾ ٿي، جيڪا ڪراچيءَ مان هر سومر ۽ خميس تي شام جو باقاعدي نڪرندي هئي. ان ڪانپوءِ اڻويهين صديءَ ۾ پهرين فارسي اخبار 'مرآت الاخبار' جو نالو ملي ٿو. ننڍي ڪنڊ ۾ هيءَ پهرين اخبار هئي، جيڪا ڪلڪتي مان نڪرندي هئي. سنڌ مان پهرين باقاعدي فارسي اخبار 'مفرح القلوب' هئي، جنهن ۾ اردو شاعري به ڇپبي هئي. فارسي اخبار نويسيءَ جي سلسلي ۾ 'فوائد الاخبار' جو نالو بئي نمبر تي آهي. 25 مئي 1885ع تي گورنمينٽ پريس ڪراچيءَ مان هيءَ اخبار هفتيوار شايع ٿي، هن اخبار ۾ فارسيءَ سان گڏ سنڌيءَ ۾ به مواد ڇپبو هو انهيءَ اعتبار کان هن اخبار کي پهرين سنڌي اخبار چئي سگهجي ٿو سنڌ مان شايع ٿيندڙ ٽين هفتيوار اخبار 'مطلع خورشيد' هئي، جيڪا 1860ع ۾ سکر مان جاري ٿي، ساڄي پاسي کان فارسي ۽ کاٻي طرف کان ان جو سنڌيءَ ۾ ترجمو هوندو هو سال 1910ع تائين هيءَ اخبار بنا وقفي جي نڪرندي رهي. مٿيون اخبارون افغانستان، ايران ۽ هندستان ۾ وڏي شوق سان پڙهيون وينديون هيون، مواد جي مناسبت سان اخبارون مقبول ويون، سنڌ ۾ اخبار نويسيءَ جي شهرت عام هئي. اوڻويهين صديءَ جو پهريون اڌ فارسي اخبار نويسيءَ جو دؤر سڏيو وڃي ٿو.

ان مان واضح ٿيو ته سنڌ ۾ صحافت جو بنياد حقيقت ۾ فارسي اخبارنويسيءَ جي ذريعي پيو. سال 1853ع ۾ سنڌي صورتخطي تيار ٿيڻ سان ڪتاب لکجڻ لڳا، انهيءَ سان گڏ سنڌي اخبار جي سخت ضرورت محسوس ٿي، ۽ پوءِ مارچ 1881ع ۾ ڪراچيءَ مان مڪمل طور تي سنڌي اخبار 'معين الاسلام' شايع ٿي، هيءَ پهرين سنڌي اخبار هئي، جيڪا نج سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪراچيءَ مان ڇپي، هن اخبار جا ايڊيٽر مرزا محمد شفيع ۽ مرزا محمد جعفر هئا. هيءَ پندرهن وار اخبار سرڪاري طور اسڪولن لاءِ منظور ٿي.

سنڌ جي پڙهيل طبقي ۾ هن اخبار جي وڏي هاڪ هئي، هارين، آبادگارن، زميندارن ۽ مالدارن بابت ڪارائتي معلومات سان گڏ حادثا ۽ واقعا به اخبار ۾ شايع ٿيندا هئا. عام معلومات لاءِ به هڪ ڪالم مخصوص هو ان کان علاوه مذهبي چاڻ بابت پڻ ڪارائتو مواد ڇپجندو هو سرڪاري روئداد ۽ قانون جو به هن اخبار وسيلي پرچار ٿيندي هو.

هيءَ اخبار نثر، سنڌي ٻولي، توڙي رسم الخط جي تاريخ ۾ مثالي مڃي وڃي ٿي، اخبار ليٿو جي ڏهن صفحن تي مشتمل هوندي هئي. سچ پچ ته هيءَ اخبار داد جي لائق هئي، ڇاڪاڻ ته اوائلي هجڻ جي باوجود معياري سنڌي نثر جي ويجهو هئي. سال 1888ع جي شروعات ۾ 'معين الاسلام' بند ٿي وئي ۽ ان جي جاءِ تي 'معاون مجمع' جاءِ سنڀالي ورتي.

**پهرين عالمي جنگ:** پهرين عالمي جنگ، جنهن ۾ ڪروڙين ماڻهو اجل جو شڪار ٿيا، 28 جون 1914ع تي شروع ٿي، ڇاڪاڻ ته هڪ يوگوسليوَ قومپرست، آسٽريا ۽ هنگريءَ جي گڏيل سلطنت جي ولي عهد آرچ ڊيوڪ فرانز فرڊيننڊ ۽ سندس زال صوفي کي سراجيوو شهر ۾ قتل ڪري ڇڏيو ان کانپوءِ ٻن مهينن اندر آسٽريا، هنگري ۽ جرمنيءَ جون محوري طاقتون هڪ طرف ۽ روس، فرانس، برطانيه ۽ اٽلي جون اتحادي طاقتون ٻئي طرف ٿي، هڪ ٻئي خلاف جنگ ۾ شامل ٿي ويون. 11 نومبر 1918ع تي وڙهندڙ ملڪن ۾ جنگبنديءَ جي ناهه تي صحيحون ٿيڻ تائين ٻنهي پاسن جا 2 ڪروڙ ماڻهو مارجي چڪا هئا، جن ۾ هڪ لک تيرهن هزار آمريڪي سپاهي به شامل هئا. ان کان سواءِ به ڪروڙ ماڻهو زخمي به ٿيا هئا. دنيا پهريون ڀيرو ايڏي وڏي پيماني تي ۽ ايڏي وڏي عرصي (1914ع کان 1918ع) تائين جاري رهندڙ عالمي جنگ ۾ خونريزي جاني ۽ مالي نقصان ڏٺو جنهن ۾ زهريليون گيسون، نوان نوان هٿيار، بمباريءَ ڪانسواءِ نئين فوجي ٽيڪنالاجي استعمال ٿي.



**جنگ، جو پسمنظر ۽ ان جا مُکيه سبب:** هن جنگ جي شروع ٿيڻ کان اڳ ئي يورپ جي مختلف طاقتن ۾ ڇڪتاڻ تمام گهڻي وڌي چڪي هئي. هڪ طرف فرانس، روس ۽ برطانيه هئا، ته ٻئي طرف جرمني، آسٽريا هنگري ۽ اٽلي هئا. جنگ جي شروع ٿيڻ بعد ترڪي ۽ بلغاريه به جرمنيءَ سان شامل ٿي ويا ۽ بيلجيم، سربيا، يونان، رومانيه، مانٽينگرو، پورچوگال ۽ جاپان اتحادي طاقتن سان شامل ٿي ويا. هي ٻئي ڌريون 'Balance of Power' يعني فوجي طاقت جو توازن رکڻ جي ڪوشش ۾ مصروف هيون، پر ڌرين ۾ امن ۽ صلح کي قائم رکڻ ڏکيو ٿي نظر آيو جنهن جا هيٺيان سبب هئا:

اهي ٻئي ڌريون آفريڪا، ايشيا ۽ وچ اوڀر ۾ پنهنجي لاءِ نيون نيون ڪالونيون هٿ ڪرڻ ۽ پنهنجون بادشاهتون وڌائڻ ۾ رڌل هيون. تڪڙي صنعتي ترقيءَ ڪانپوءِ فوجي ۽ جنگي سامان جي تياري وڌي ويئي هئي.

ڪيترن قدامت پسند بينڪي ۽ صنعتي طاقتن کي پنهنجن ملڪن ۾ به پنهنجي پڙهيل ڳڙهيل وچولي طبقي، سجاڳ مزدورن ۽ سوشلسٽ/ ڪميونسٽ تنظيمن طرفان سخت دٻاءَ کي منهن ڏيڻو ٿي پيو.

علائقائي، اقتصادي، تجارتي ۽ بينڪي مفادن، رقابتن ۽ حسد، گڏيل اعتماد ۽ تعاون کي ختم ڪري ڇڏيو.

سيني وڏين طاقتن وڏي پيماني تي هٿيار ٺاهڻ شروع ڪري ڏنا هئا.

جرمنيءَ کي جنگ شروع ڪرڻ جي ان ڪري تڪڙ هئي، جوان جي خيال ۾ ان کي پنهنجي وڏي دشمن روس کان هٿيارن ۾ برتري حاصل هئي.

جرمنيءَ کي روس ۽ فرانس جي فوجي اتحاد جي ڪري به خطرو هو ته اها ٻنهي پاسن کان حملن ۾ اچي ويندي. ان ڪري ان فرانس تي وڏو حملو ڪري، ان کي فيصلائتي شڪست ڏيڻ چاهي ٿي، جيئن ان کان پوءِ اهو هڪ طرفو ٿي پوري طاقت سان روس تي حملو ڪري.

28 جون 1914ع تي روس جي اتحادي ملڪ سربيا جي سرزمين تي سراجيو شهر ۾ جرمنيءَ جي اتحادي ملڪ آسٽريا هنگريءَ جي ولي عهد کي سندس زال صوفي سميت هڪ قومپرست جي هٿان قتل ٿيڻ ڪري آسٽريا، هنگريءَ جي سلطنت، جرمنيءَ کان مدد طلب ڪئي ۽ آسٽريا ۽ جرمني




گڏجي 28 جون تي سربيا خلاف جنگ جو اعلان ڪيو. روس پنهنجي اتحادي سربيا جي مدد جو اعلان ڪيو ته جرمنيءَ به روس خلاف جنگ جو اعلان ڪيو. فرانس، روس سان فوجي معاهدن سبب جرمنيءَ جي خلاف ميدان ۾ لهي پيو. چند ڏينهن ۾ جرمني، فرانس تي بيلجيم مان لنگهي حملو ڪيو ۽ بيلجيم سان اڳواٽ موجود دفاعي تعاون جي معاهدي تحت برطانيه جرمنيءَ خلاف جنگ ۾ ٽپي پيو ۽ پوءِ جلد يورپ جا ٻيا رهيل ملڪ به جنگ ۾ شامل ٿي ويا.

حقيقت ۾ 1910ع تائين يورپ جا سڀئي ملڪ يا ته جرمني ۽ آسٽريا هنگريءَ جي ڪئمپ ۾ يا وري انگلينڊ، روس ۽ فرانس جي ڪئمپ ۾ شامل ٿي چڪا هئا ۽ هڪٻئي کي ڌمڪيون ۽ چتاءُ ڏيڻ سان گڏ انهن فوجي چرپر ۽ هٿيارن جي تياري شروع ڪري ڏني هئي.

پوري يورپ جي مختلف ملڪن ۽ قومن پاڻ کي مختلف گروهن ۾ ۽ فوجي معاهدن ۾ جڪڙي ڇڏيو هو ۽ دفاعي معاهدا انهن جي هڪٻئي کان خوف ۽ پنهنجي بچاءَ جي ڪوشش جي پيش نظر ڪيا ويا هئا. تنهن ڪري جيئن ئي هڪڙي ملڪ تي حملو ٿيو ٿي، ته ٻيا ملڪ به جنگ ۾ شامل ٿيندا ٿي ويا. هنن جنگي معاهدن جي ڪري ئي بعد ۾ آمريڪا، جاپان ۽ اٽلي به اتحادين پاران جنگ ۾ شامل ٿي ويا.

ايشيا ۽ آفريڪا ۾ خام مال جي پيداوار ۽ نيون نيون ڪالونيون حاصل ڪرڻ لاءِ يورپي طاقتن ۾ رقابت اوج تي پهچي چڪي هئي.

جرمني، برطانيه ۽ روس وغيره ۾ وڏي پيمانې تي هٿيارن ۽ فوجن جي تياري، انهن ملڪن جي فوجي سربراهن کي ملڪي پاليسين ۾ مداخلت جو موقعو ڏنو هو. يورپي ملڪن ۾ قومپرستي جو جنون پيدا ٿي چڪو هو ۽ اهي هڪٻئي تي برتري حاصل ڪرڻ لاءِ بيتاب هيون. بوسنيا ۽ هرزيگووينا جو صوبو آسٽريا ۽ هنگريءَ جي گڏيل سلطنت جو حصو هو پر اتي جي سرب رهاڪن، هن صوبي کي سربيا سان ملائڻ ٿي چاهيو ۽ ان ڪري ئي هڪ سرب قومپرست سربيا جي دوري تي آيل آسٽريا هنگري جي وليعهد تي حملو ڪري، ڪيس زال سميت قتل ڪري ڇڏيو ۽ اهو واقعو ئي پهرين عالمي جنگ جي شروع ٿيڻ جو اهم سبب بڻيو.

هن پهرين عالمي جنگ ۾ 5 ڪروڙ 90 لک فوجي لاٿا ويا هئا. يورپ ۾ بيشمار دولت هن جنگ دوران ڪتل سامان ۽ ڪاڌي پيتي جي شين جي خريداري لاءِ آمريڪا منتقل ٿي ويئي هئي. ٽئنڪون پهرين ته اتحادين ئاهيون ۽ استعمال ڪيون، پر پوءِ ٻين ملڪن به پنهنجون پنهنجون ٽئنڪون ٺاهي جنگ جي ميدان تي آنديون. زهريلي گئس جو جنگ ۾ ٻنهي طرفن کان استعمال ڪيو ويو. هوائي جهازن کي پهريون ڀيرو هن جنگ ۾ بمباري ۽ ٻين فوجي مقصدن لاءِ استعمال ڪيو ويو.

**خندقن جي خونريز جنگ:** زميني جنگ مختلف محاذن تي سؤ ميلن جي خندقن مان وڙهي ويئي. نئين قسم جي خطرناڪ توپن، مشين گنن ۽ ٽينڪن جنگ جي ميدانن کي لاشن ۽ رت سان ڀري ڇڏيو هو. فرانس تي جرمنيءَ جي حملي بعد انگلينڊ جون فوجون، فرينچ فوج سان گڏجي جرمن فوج سان وڙهي رهيون هيون ۽ هيءَ ويڙهه گهڻو ڪري فرانس جي سرزمين تي ٿيندي رهي. هتي زميني جنگين کي دراصل "خندقن جي جنگ" چوڻ کپي، ڇاڪاڻ جو ٻنهي مخالف فوجن پنهنجي اڳيان خندقون کوٽي ڇڏيون هيون، پر پوءِ به ٿوري مقابلي ۽ خونريزيءَ بعد ٻنهي پاسي جي فوجن کي چند وال اڳيا ن ملي سگهندا هئا يا ڪين پوئتي هٽڻو پوندو هو خندقن جي



هن تباهي ڦهلائيندڙ جنگ ۾ گهڻن محاذن تي سموري عرصي دوران، وڏي خونريزي ٿيندي رهي ۽ هر معرڪي ۾ سوين يا هزارين سپاهي مرندا رهيا. سو، اصل زميني جنگ ته روس ۽ جرمني جي وچ ۾ روس جي سرزمين تي ۽ جرمن، فرينچ ۽ انگلينڊ جي فوجن جي وچ ۾ فرانس جي سرزمين تي ٿيندي رهي. پر ٻين محاذن تي به خونريز جنگيون ٿينديون رهيون. جن ۾ انگلينڊ جي فوج گيلپولي ۽ دردانلياس وٽان ترڪيءَ تي حملو ڪيو پر اهي ترڪن جي خونريز جواب بعد ناڪام ٿي واپس وريون. روس ترڪستان وٽان حملو ڪيو. فلسطين ۽ ميسوپوٽيما ۾ انگريز فوج ترڪيءَ جي فوج سان جنگ وڙهي. جرمن ۽ انگلينڊ جن وٽ سڀ کان وڏيون بحري فوجون ۽ ٻيڙا هئا، تن سمندن ۾ به پاڻ ۾ لڙائي ڪئي ۽ هڪٻئي جي تجارتي جهازن کي ٻوڙيو هن جنگ ۾ روسي فوجن جي حملي آور جرمن فوجن خلاف عوام خراب ڪارڪردگي ۽ ملڪ ۾ خراب اقتصادي

حالتن جي ڪري روس ۾ بغاوت ڪري وڏي ۽ ڪميونسٽ ليڊر لينن، 26 نومبر 1917ع تي جرمن سان جنگبنديءَ جو ٺاهه ڪري روس کي جنگ کان الڳ ڪري ورتو ۽ جرمن فوج روس جي محاذ تان واندي ٿي انگلينڊ ۽ فرانس جي فوجن سان وڙهڻ لاءِ مغربي محاذ تي فرانس پهتي. ٻئي طرف آمريڪا، برطانيه ۽ فرانس جنگ ۾ شامل ٿي ويا. آمريڪا جي 12 لک فوجن جنگ جو فيصلو اڳتي هلي آهستي آهستي انگلينڊ ۽ فرانس جي حق ۾ ڪري ڇڏيو وڏي تعداد ۾ آمريڪي فوجين يورپ ۾ اچي جرمنيءَ خلاف هلندڙ جنگ ۾ ڀرپور حصو ورتو ۽ انگلينڊ ۽ فرانس کي وڏي پيماني تي اوڌر تي فوجي هٿيار به ڏنا. جرمنيءَ جي فوجن پهرين عالمي جنگ جي شروعاتي وقت ۾ يورپ جي جنگي محاذن تي وڏيون ڪاميابيون حاصل ڪيون هيون، پر برطانيه، فرانس ۽ روس جي فوجين جلد انهن کي روڪي ڇڏيو ۽ وڌيڪ پيشقدمي نه ڪرڻ ڏني. 1918ع تائين سمورين طاقتن جي پوزيشن خراب ٿي چڪي هئي. آسٽريا هنگريءَ جي سلطنت، روسي انقلاب مان متاثر ٿيڻ سان گڏ مزدورن ۽ عام ماڻهن ۾ بيچيني ۽ بغاوت سبب 1918ع جي آڪٽوبر جي مهيني ۾ ئي ويهي رهي ۽ جنگ تان دستبردار ٿي وئي. اتحادين جي حملي ۾ جرمنيءَ جي فوج کي فرانس ۽ بيلجيم مان



شڪست ڏئي پوئتي هٽايو ويو. جرمن فوج ۽ عوام جي دلشڪستگي ۽ مايوسيءَ سبب جرمني جو بادشاهه قيصر وليم (ٻيو) 9 نومبر تي پنهنجي تخت تان دستبردار ٿي ويو ۽ 11 نومبر تي اتحادين ۽ جرمنيءَ جي وچ ۾ جنگبنديءَ جي معاهدي تي صحيحون ٿيون. اهڙي طرح پهرين عالمي جنگ پنهنجي چوٿين سال جي يارهين مهيني جي يارهين تاريخ 11 وڳي بند ٿي. جديد مورخن ۽ تاريخ نويسن هن وڏي جنگ ۽ ان جي تباهه ڪارين لاءِ اتحادي ملڪن کي جوابدار قرار ڏنو آهي. انهن جي خيال ۾ هي عظيم الميو اجايو هو ۽ اتحادي ملڪن جي بهادر سپاهين کي ڪنٽرول ڪري هرويرو خونريزي ڪرائي وئي. پهرين عالمي جنگ ۾ دنيا جي مڙني جنگين (سواءِ ٻي عالمي جنگ جي) کان وڌيڪ جاني ۽ مالي نقصان ٿيو جنگ ۾ شامل ٿيل ملڪن کي جلد فتح حاصل ڪرڻ جو گمان هو جيڪو غلط ثابت ٿيو ۽ هي جنگ وڏي تباهيءَ سان پورا چار سال جاري رهي. اتحادي طاقتن سيني شڪست کاڌل ملڪن سان جنگبنديءَ جا الڳ الڳ ٺاهه ڪيا. جرمني کان فرانس جي ورسائيليس شهر ۾ 'Treaty of Versailles' يعني ورسائيليس جي ٺاهه تي صحيحون ورتيون ويون، جيڪو سراسر جرمن قوم ۽ ملڪ جي نقصان ۾ هو پر شڪست کاڌل جرمنيءَ مجبور ٿي

ان تي صحيحون ڪيون. اتحادين حقيقت ۾ جرمنيءَ کان ذليل شرطن تي ٺاهه ڪرائي ۽ ان کان جنگ جا نقصان ڀرائڻ وارا شرط مڃرائي، جرمن قوم جي دلين ۾ ايتري ته نفرت پيري ڇڏي ته ٻي عالمي جنگ جو بنياد وجهي ڇڏيائون. اتحادين هن جنگ جو ذميوار جرمنيءَ کي قرار ڏئي پر يورپ کي هن جنگ تباهه ڪري ڇڏيو.

**پهرين عالمي جنگ ۾ آمريڪا جو فيصلائتو ڪردار:** آمريڪا شروع شروع ۾ پاڻ کي جنگ کان پري رکيو ڇاڪاڻ جو آمريڪا جو جرمنيءَ سان به وڏو واپار هلندڙ هو ۽ ٻنهي طاقتن ۾ ڪي وڏا اختلاف به نه هئا. 1910ع ۾ آمريڪا جي ڪل آباديءَ جو ٽيون حصو يورپ مان لڏي آيل ماڻهن تي



مشتمل هو، جن آمريڪا کي هن جنگ ۾ ملوث ٿيڻ کان روڪيو پئي. آمريڪا 1917ع تائين جنگ جي ٻنهي ڌرين کي خوراڪ توڙي ضرورت جون ٻيون عام شيون وڪڻي رهيو هو هن واپار مان آمريڪا وڏي دولت ڪمائي رهيو هو يورپ ۾ سامان جي کپت جي ڪري آمريڪي ڪارخانن جي پيداوار تمام گهڻي وڌي ويئي هئي. 19 جنوري 1915ع تي جرمنيءَ اعلان ڪيو ته، اهو پنهنجي تازي خطرناڪ ايجاد يعني آبدوز ذريعي اتحادي ملڪن ۽ فوجن ڏانهن هٿيار توڙي کاڌي خوراڪ کڻي ويندڙ بحري جهازن تي حملا ڪندو. جرمنيءَ جي انهيءَ ڳالهه آمريڪا کي ڪاوڙائي وڌو. آمريڪا جا ڪارخانيدار چِتا ٿي پيا. انهن پنهنجي حڪومت کي جرمنيءَ خلاف جنگ جو اعلان ڪرڻ تي مجبور ڪيو. 8 مارچ 1915ع تي جرمنيءَ جي آبدوزن لوسيٽانيا نالي هڪ وڏي برطانوي بحري جهاز کي غرق ڪري ڇڏيو. جنهن ذريعي آمريڪا مان هٿيار ۽ بارود برطانيه ڏانهن وڃي رهيا هئا. هن جهاز جي غرق ٿيڻ سان جهاز ۾ سوار 100 کان وڌيڪ آمريڪي عملي سميت سوين ٻيا مسافر مارجي ويا. جرمنيءَ هن واقعي بعد ٽي ٻيا به آمريڪي جهاز ٻوڙي ڇڏيا. جرمني ميڪسيڪو کي خط لکي، ان کي ٽيڪساس ۽ نيوميڪسيڪو تي حملي ڪرڻ لاءِ چيو اهي ٻئي صوبا پهرين ميڪسيڪو جو حصو رهيا هئا. آمريڪي صدر ووڊرو ولسن اپريل 1917ع تي آمريڪي ڪانگريس کان هن جنگ ۾ اتحادين جو ساٿ ڏيڻ جي اجازت گهري، جيئن واپاري رستن جي حفاظت ڪري سگهجي ۽ دنيا کي جمهوريت لاءِ محفوظ بڻائجي. پر آمريڪا ۾ آخر تائين عوام جو هڪ حصو هن جنگ ۾ ٽپي پوڻ جي مخالفت ڪندو رهيو انهن آمريڪين جي ترجمان يوجين ڊيبس کي آمريڪا جي حڪومت غداريءَ جي الزام ۾ ڏهه سال

ٽيپ ڏئي ڇڏي. ڊيبس چوندو هو ته: "هتان جا وڏا ماڻهو جنگ شروع ڪرائين ٿا ۽ هيٺئين طبقن جا ماڻهو جنگ وڙهن ٿا، جنهن ۾ نقصان هيٺئين طبقي جو ئي ٿئي ٿو ۽ جانيون به انهن جون ئي زيان ٿين ٿيون." اتحادين وٽ سپاهين جي کوٽ به آمريڪا جي تازي 12 لک فوج اچي پوري ڪئي. ان کان سواءِ برطانيه، فرانس جي ڪالونين جون فوجون به اتحادين طرفان وڙهي رهيون هيون. مثال طور هن جنگ ۾ رڳو هندوستان جا هڪ لک کان وڌيڪ سپاهي برطانيه جي سپاهين سان گڏجي وڙهندي مارجي ويا هئا، جن جون قبرون انهن جي قطبن سميت اڄ به پوري يورپ ۾ موجود آهن. پهرين عالمي جنگ دوران ٻنهي ڌرين جي مالي نقصان جو اندازو 337 ارب آمريڪي ڊالر لڳايو ويو آهي. وڙهندڙ ملڪن اهي پئسا ملڪي ٽئڪسن ذريعي گهڻ ۽ قرضن ذريعي وڌيڪ گڏ ڪيا هئا. هن جنگ ۾ آمريڪا جا هڪ لک سورهن هزار ست سؤ اٺ سپاهي مارجي ويا ۽ محوري طاقتن جا 35 لک ماڻهو مارجي ويا. هن جنگ ۾ حصو وٺندڙ يورپي ملڪ ته بلڪل تباهه ٿي ويا.



هن جنگ جا ٻيا ڪجھ عجيب نتيجا ظاهر ٿيا. مثال طور آمريڪا ۾ ڪارخانا هلائڻ لاءِ يعني نيگرو ماڻهو 90 سيڪڙو ڳوٺاڻن علائقن مان نڪري وڏن صنعتي شهرن ۾ گڏ ٿي ويا، جتان انهن هن جنگ بعد پنهنجا سياسي پروگرام شروع ڪيا. آمريڪا ۾ صنعتي ترقيءَ سبب مزدورن جون يونينون طاقتور ٿي ويون ۽ بار بار هڙتالون ڪري مطالبا مڃرائينديون رهيون. لکين نيگرو آمريڪي فوج ۾ ڀرتي ٿي يورپ ۾ وڃي وڙهيا ۽ پنهنجي لاءِ آمريڪي فوج ۾ به مستقل جاءِ پيدا ڪيائون. آمريڪي عورتون پورهيتن جي کوٽ سبب ڪارخانن ۾ ڪم ڪرڻ لڳيون ۽ جنگ بعد پنهنجي لاءِ ووٽ جا حق ۽ ٻيا ڪجھ حق به حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويون. هن جنگ ۾ هندوستان جي هڪ لک کان وڌيڪ سپاهين جي مارجڻ، هندوستان ۾ آزاديءَ جي تحريڪ کي وڌي هٿي ڏني. هندوستان جي اڳواڻن برطانوي حڪومت تي الزام هنيو ته، هندوستاني سپاهين کي هن جنگ ۾ 'Cannon Fodder' يعني 'توپن جي چاري' طور استعمال ڪيو آهي. انگلنڊ جي 6 لک 8 هزار فوجي آفيسرن ۽ سپاهين جي هن جنگ ۾ جاني نقصان بعد هندستان ۾ آءِ سي. ايس ۽ وڏا فوجي عهدا به هندستانين لاءِ کوليا ويا. برطانيه ۽ فرانس وغيره جو ڪنٽرول پنهنجين ڪالونين تي ڪجھ ڪمزور پئجي ويو هو ڇاڪاڻ ته اهي پاڻ هن جنگ ۾ تباهيءَ جي ڪناري تي پهچي ويا هئا. آمريڪا هن جنگ جي ڪمائيءَ مان بيحد

شاهوڪار ٿي ويو جنهن آمريڪا جي صنعتي ۽ اقتصادي ترقيءَ کي وڌيڪ وڌايو. ترڪيءَ جي شڪست ڪاڌل سلطنت بيت المقدس سميت فلسطين وڃايو ۽ مڊل ايسٽ جا ٻيا عرب ملڪ به ترڪيءَ جي قبضي مان نڪري برطانيه ۽ فرانس ۾ ورهائجي ويا. روس ۾ بادشاهت ختم ٿي ويئي ۽ اتي ڪميونسٽ انقلاب اچي ويو ترڪيءَ ۾ ڪمال اتا ترڪ خلافت ختم ڪري ڇڏي. يورپ ۽ آمريڪا ۾ وڏي پيماني تي سماجي اٿل پٿل ٿي. لکين ڪروڙين ڪٽنب پنهنجن ڪمائيندڙن کان محروم ٿي ويا. ڏکڻي



عرصي تائين سپاهين جي پنهنجي گهرڀاتين کان دوري، انهن جا گهر برباد ڪري ڇڏيا ۽ انهن جون شاديون به گهٽي پاڳي رُلي ويون. جنسي بي راهه روي وڌي ويئي. جنگ تان واپس آيل ماڻهن جون زندگيون پنهنجي معمول تي اچي نه سگهيون. يورپي ملڪن ۾ بيروزگاري وڌي ويئي ۽ ڪتل حڪومتون وڏي مصيبت ۾ پئجي ويون. روس جي ڪميونسٽ انقلاب پوري سرمائيدار يورپ کي خوف ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو جنهن پنهنجن شهرين کي زندگيءَ جون ضروري سهولتون ڏيڻ جي سنجيده ڪوشش شروع ڪئي. برطانيه جي ان وقت جي وزير اعظم لائڊ جارج يورپ جي سرمائيدارن کي وارننگ ڏني ته پنهنجي اڌ ماني غريبن کي ڏيو، نه ته سڄي ماني اوهان کان ڦرجي ويندي. بين الاقوامي تڪرار طئي ڪرڻ لاءِ دنيا جي وڏين طاقتن ليگ آف نيشنس (League Of Nations) جي نالي سان هڪ اهم عالمي تنظيم قائم ڪئي، پر ان سان جڙيل اميدون پوريون نه ٿيون، ڇاڪاڻ جو وڏين طاقتن جي هٺ ڌرمي ۽ مفادن سبب اها عالمي تنظيم صرف بحث مباحثي جو پليٽ فارم بڻجي رهجي ويئي ۽ دنيا ۾ امن قائم ڪرڻ ۾ ناڪام ويئي، پر سڀ کان وڏي حيرت جوڳي ڳالهه اها ٿي، ته سڄي دنيا پهرين عالمي جنگ کان ترت پوءِ اهو سمجهيو هو ته، ههڙي خوفناڪ ۽ تباهه ڪن جنگ، جنهن کي 'Mother of all Wars' يعني 'سڀني جنگين جي ماءُ' چيو پئي ويو، ڪانپوءِ دنيا وري ههڙي جنگ ڪڏهن ڪونه ڪندي، پر ٿيو ڇا جو هن جنگ جي ختم ٿيندي ئي سڀني مخالف طاقتن نئين سر هڪ نئين جنگ لاءِ ڀرپور تياريون ڪيون ۽ 1939ع ۾ يعني 21 سالن ڪانپوءِ ٻي عالمي جنگ شروع ڪري ڇڏي، جيڪا پهرئين عالمي جنگ کان به وڌيڪ خونريز ۽ تباهه ڪن نڪتي ۽ دنيا جو نقشو بدلائي 1945ع ۾ وڃي ختم ٿي.

هن جنگ جو هڪ خوفناڪ نتيجو اهو به نڪتو جو هن جنگ دوران مخالف طاقتن ۾ نون نون ۽ خوفناڪ هٿيار ناهڻ جو مقابلو شروع ٿي ويو ۽ هٿيارسازيءَ جي صنعت هر وڏي طاقت جي لاءِ لازم ٿي پئي، جتان پنهنجي

پهرين عالمي جنگ

لاءِ نوان نوان هٿيار ٺاهيا ويا ۽ اتان ئي ٻين ملڪن کي هٿيارن جي ايڪسپورٽ جو وڏو نفعي بخش ڪاروبار به شروع ٿي ويو. نون هٿيارن جو سلسلو ايٽم بم، هائيڊروجن بم ۽ ڪيميائي زهريلي گئسن تائين وڃي پهتو. پر هاڻي ته خلائي جنگ جا هٿيار به ٺهڻ لڳا آهن. هتان ئي ٻي اها مصيبت به پيدا ٿي ته، دنيا جا غريب ملڪ به پنهنجي علائقائي جنگين ۽ اختلافن کي نبيرڻ لاءِ مهانگا هٿيار وڏين طاقتن کان خريد ڪرڻ تي مجبور ٿي ويا. ان طرح پنهنجن غريب ماڻهن جون ضرورتون پوريون ڪرڻ بدران پنهنجا محدود وسيلا وڏين طاقتن کان مهانگا هٿيار خريد ڪرڻ تي وڃائڻ لڳا. جرمنيءَ جي شڪست سان سندس ساٿي ترڪيءَ به شڪست کاڌي ۽ ان سان عثماني سلطنت ۽ خلافت جو به خاتمو اچي ويو. جديد ترڪي جي باني ڪمال اتا ترڪ، حڪومت پنهنجي هٿن ۾ وٺي ترڪيءَ جي آخري خليفي عبدالمجيد کي جلاوطن ڪري ڇڏيو ۽ ترڪيءَ کي جمهوريه قرار ڏنو عربي زبان ۾ تعليم بند ڪري ترڪي ٻوليءَ کي انگريزي/ رومن رسم الخط تي آڻي ڇڏيو ملڪ ۾ مغربي لباس ۽ تهذيب کي رائج ڪيو ۽ عورتن مان پردو ختم ڪري ڇڏيو عربن. انگريزن جي پڙڪائڻ تي ترڪيءَ خلاف بغاوت ته ڪئي، پر جنگ کان پوءِ آزاديءَ جي وعدن تي انگريزن ۽ فرانس جو ساٿ نه ڏنو ۽ پر هنن ٻنهي مغربي طاقتن عربن سان دوکو ڪيو ۽ کين آزادي ڏيڻ بجاءِ مختلف عرب ملڪ پاڻ ۾ ورهائي ڪنيا. انگليند مصر سان گڏ عراق تي به قبضو ڪيو ۽ فرانس شام ۽ لبنان تي به عراق جو تيل انگليند ۽ ٻين طاقتن لاءِ ضروري ٿي پيو هو.



انگليند جا بحري ۽ هوائي جهاز ۽ ٽئنڪون تيل تي هلڻ لڳيون هيون، جن لاءِ تيل کپندو هو. ان کانپوءِ پوري مڊل ايسٽ تي تيل جي کوهن جي ڪري برطانيه، فرانس ۽ بعد ۾ تازو آمريڪا قبضو ڪرڻ شروع ڪيو. ان طرح پهرئين عالمي جنگ مڊل ايسٽ جي تيل وارن ملڪن جي مغربي طاقتن جي هيٺان نئين سر غلامي جو به آغاز ٿي ويو جيڪا اڄ تائين جاري آهي. برطانيه، فلسطين تي قبضي ڪرڻ بعد هڪ ڳجهي ٺاهه ذريعي اهو اڳتي هلي يهودين جي نئين ملڪ اسرائيل جي حوالي ڪري ڇڏيو جنهن ڪري اڄ تائين وچ اوڀر ۾ امن ڪونهي.

**پهرين عالمي جنگ جا اهم واقعا (Chronology):**

1914ع: 28 جون 1914ع تي آسٽريا، هنگريءَ جي ولي عهد کي سندس زال سميت هڪ سرب قومپرست سربيا جي سراجيوو شهر ۾ گوليون هڻي قتل ڪري ڇڏيو 28 جولاءِ تي آسٽريا، سربيا خلاف اعلان جنگ ڪري ڇڏيو 11 آگسٽ تي جرمنيءَ روس خلاف، 3 آگسٽ تي فرانس ۽ 4 آگسٽ تي بيلجيم خلاف جنگ جو اعلان ڪيو. جرمن فوجن روس تي حملو ڪري ڏنو ۽ فرانس تي حملي ۾ پيرس کان 25 ميلن جي فاصلي تي پهچي ويون، پر هن سال جي آخر تائين جرمنيءَ جون فوجون روس ۽ فرانس جي فوجن ۽ فرانس ۾ لٿل انگريز فوجن سان زميني مقابلا ڪنديون رهيون، جن ۾ ٻنهي ڌرين جو وڏو جاني نقصان ٿيندو رهيو ۽ فوجون هڪٻئي جي آمهون سامهون جنگ جي ميدان ۾ گهٽو ڪري اتي جو اتي وڙهنديون رهيون.

1915ع: جرمنيءَ جي آبدوزن انگليند جي بحري ناڪي بندي شروع ڪري ڇڏي. انگريز فوج اپريل ۾ ترڪي ۾ لٿي، جتان مصطفيٰ ڪمال ان کي شڪست ڏيئي ڊسمبر 1915ع ۽ جنوري 1916ع ۾ ڊوڙائي ڪڍيو اپريل- مئي ۾ جرمنيءَ جنگ ۾ زهريلي گئس استعمال ڪئي. مارچ ۾ جرمنيءَ جي آبدوزن برطانيه جو مسافر جهاز لوسيٽانيا ٻوڙي ڇڏيو جنهن ۾ 128 آمريڪي ۽ 11 سؤ ٻيا مسافر مري ويا. هن جهاز ۾ آمريڪا مان برطانيه لاءِ هٿيار ۽ ليٿونيا



تي قبضو ڪري ورتو جون کان سيپٽمبر تائين هن محاذ تي روس کي شڪست آئي ۽ ان جا ڏهه لک ماڻهو مارجي ويا. فرانس ۽ برطانيه بلغاريه خلاف جنگ جو اعلان ڪيو. هن سال اتحادي فوجون پوري ڪوشش جي باوجود جرمنيءَ جي فوجن کي هٽائي نه سگهيون.

1916ع: فيبروري ۾ جرمن ۽ فرينچ فوجن جي وچ ۾ وردن جي محاذ تي خوفناڪ دوبدو جنگ ۾ تيزي اچي ويئي، جنهن ۾ ٻنهي ملڪن مان هر



هڪ کي ساڍن ٽن لک فوجين جو جاني نقصان برداشت ڪرڻو پيو. مارچ ۾ آبدوزن جي لڙائي تيز ٿي وئي. مئي ۾ جٽليند ۾ برطانيه ۽ جرمن جي بحري جنگي جهازن ۾ وڏي لڙائي ٿي، جنهن ۾ برطانوي جنگي بحري ٻيڙي کي وڏو نقصان ٿيو. پر جرمنيءَ پنهنجي نقصان کي ڏسي ٻيهر اهڙي بحري لڙائي لڙڻ جي سگهه نه ساري، جنهن ۾ روسي فوجن کي ڏهه لک سپاهين

جوجاني نقصان برداشت ڪرڻو پيو. مغربي محاذ تي جولاءِ کان نومبر تائين سومي جي شديد جنگ ۾ برطانيه جا چئن لکن کان مٿي سپاهي جرمن فوجن هٿان مارجي ويا. ان کان سواءِ فرانس جا ٻه لک سپاهي ۽ جرمنيءَ جا ساڍا چار لک سپاهي به مارجي ويا. پر هن محاذ تي ڪنهن به ڌر واضح فوجي برتري نه حاصل ڪئي. رومانيا آسٽريا، هنگريءَ جي خلاف 27 آگسٽ تي جنگ جو اعلان ڪيو پر آسٽريا هنگري جي فوجن ڊسمبر ۾ رومانيا جي گاديءَ واري هنڌ بخارسيٽ تي قبضو ڪري ورتو.

1917ع: 6 اپريل تي آمريڪا جرمنيءَ خلاف جنگ جو اعلان ڪيو. اپريل ۾ ئي آبدوزن جي لڙائي تيز ٿي وئي. آڪٽوبر کان ڊسمبر تائين اٽليءَ جا 6 لک سپاهي ڪيپورٽيو جي جنگ ۾ قيدي بڻايا ويا. مغربي محاذ تي جرمن فوج ۽ فرينچ ۽ برطانوي فوجن ۾ ڇتي لڙائي جاري رهي. نومبر ۾




انگلينڊ ٽينڪن جو وڏو حملو ڪيو. 7 ڊسمبر تي آمريڪا آسٽريا هنگري خلاف جنگ جو اعلان ڪيو. 15 ڊسمبر تي روس جي نئين بالشيوڪ حڪومت ۽ جرمنيءَ ۾ جنگبنديءَ جي ٺاهه تي صحيحون ٿيون.

1918ع: مارچ کان جون جي وچ تائين جرمن فوج مغربي محاذ تي انگريز ۽ فرينچ فوجن تي وڏو حملو ڪيو. جون ۾ آمريڪي فوجن فرانس پهچي



فرينچ فوجن جي مدد ڪئي. ان کان پوءِ مختلف محاذن تي آمريڪي، فرينچ ۽ برطانوي فوجن جي گڏيل حملن جرمنيءَ جي فوج کي منجهائي ڇڏيو. برطانوي فوجن سيپٽمبر ۾ فلسطين تي قبضو ڪري، ان کي ترڪ سلطان جي قبضي مان ڪڍي، پنهنجي قبضي ۾ آڻي ڇڏيو ۽ ائين بيت المقدس صليبي جنگين کان پوءِ پهريون ڀيرو عيسائي قومن جي قبضي ۾ اچي ويو. 4 آڪٽوبر تي جرمنيءَ جنگبنديءَ جي تجويز ڏني. آڪٽوبر ۾ برطانيه ترڪيءَ سان جنگبنديءَ جو ٺاهه ڪيو. نومبر ۾ جرمن بادشاهه قيصر ويلم هيو تخت تان دستبردار ٿي ويو ۽ ان بعد جرمني ۽ اتحادي طاقتن ۾ ٺاهه تي صحيحون ٿيون. 11 نومبر تي مغربي محاذ تي به جنگ بند ٿي ويئي.

**پهرين مزاحيه ڪانفرنس:** اسان جي دنيا ۾ ڪيترائي خوش مزاج ۽ خوش طبع شخص موجود آهن. جيڪي پنهنجا غم اَلم وساري خوش طبعي ۽ مزاح سان ڏکايل انسانن جون دليون وندرائيندا آهن.

حيدرآباد سنڌ ۾ 14 آڪٽوبر 1961ع تي مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ڪوشش سان بيسنٽ هال ۾ پهرين سنڌي مزاحيه ڪانفرنس منعقد ٿي، جنهن ۾ سنڌ جي ناميارن، خوش طبع شخصيتن ۽ مسخرن شرڪت ڪري، پنهنجي فن جو اهڙو ته مثال مظاهرو ڪيو جو اڄ ڏينهن تائين سنڌ جا ماڻهو وساري نه سگهيا آهن.

هن ڪانفرنس جو اعلان جيئن ئي اخبارن ۾ ٿيو ته ماڻهن ۾ نئون روح ڦوڪجي ويو. ڪانفرنس جي منتظمن وٽ خطن پٺيان خط ۽ فونون اچڻ لڳيون ته مهرباني ڪري ڪارڊن ورهائڻ وقت اسان کي نه وسارجو.

14 آڪٽوبر 1961ع تي ڇنڇر جي ڏينهن ساڍي ڇهين بجي ڪانفرنس شروع ٿيڻي هئي، پر ساڍي پنجين وڳي سڄو هال ڀرجي ويو. ڪانفرنس جي ڪارروائي هلائيندڙ ڊاڪٽر بلوچ به ٻاهر هجي ۽ آخرڪار مخدوم صاحب لاءِ مخصوص ڪيل ڪمري وارو دروازو کولرائي ڊاڪٽر صاحب کي اندر رسايو ويو. حيدرآباد ۽ آس پاس جون مشهور شخصيتون هال ۾ موجود هيون. هال جا دروازا ماڻهن سان بند ٿي ويا. پوڻين ستين بجي ڪارروائي شروع ٿي.

سڀ کان اول محمد فقير مسخري ٻڌائي 'اول الله پلو' ان کان پوءِ ڊاڪٽر بلوچ صاحب مرحبائي خطبو پڙهيو ۽ سنڌ جي سمورن خوش طبع شخصن ۽ مسخرن جو تعارف ڪرايو. مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ ڪانفرنس جو افتتاح ڪيو.

مزاحيه ڪانفرنس جو پهريون ائٽم 'چرچن جي چوٽ' شروع ٿي. چرچائين جي پهرين جوڙي وچولي مان بڊو مير بحر ۽ اتر مان عرض محمد راڄپر آيا. عرضو راڄپر چنگيز خان جي دور جو جادوگر لڳي رهيو هو. اهڙي حالت ۾ بڊي ميربحر عرضوءَ سان چرچو ڪندي چيو "عرضوءَ جون مڇون اهڙيون آهن، جهڙو ٻه ماڻهو سائيڪل تي چڙهيو پيا اچن". سڄي هال ۾ ٽهڪڙو مچي ويو. هن به عرضوءَ کي ڪيئي ٽوڪون هنيون. ان کان پوءِ قاضي احمد ۽ سڪرنڊ جا چرچائي صالح فقير، عرس مگٽهار، موسو ۽ لالڻ فقير آيا. ان بعد سنڌ جي ٻن مشهور چرچائن قدو عرف قادربخش مگٽهار جهرڪن واري ۽ قادو شيدي ماتليءَ واري جو مقابلو ٿيو. هنن جي چرچن وڏو مزو ڪيو. پر قادو شيديءَ کي قدو مگٽهار آخري چرچو واهه جو ڪيو چي صاحب! شيديءَ ڪئي ٿي شادي سرڪس لاءِ گهوڙو وٺي آيا، پر جنهن مهل گهوڙي، شيديءَ کي ڏٺو ته ٺاهه ڪائي اهڙو وٺي ڀڳو جو اڄ تائين گهوڙا قادوءَ تي وارنٽ ڪڍايو ٿا اچن."

چرچن جي محفل کان پوءِ ڪانفرنس جو ٻيو ائٽم مناظرو هو. مناظرو سنڌي عام مزاحيه شاعريءَ جي اعلىٰ صنف آهن. قاضي الله ورائي ٻيڙي ۽ يونگريءَ جي وچ ۾ جهيڙو ٻڌايو جنهن جو هڪ شعر هن ريت هو:

سُريلا پيا اچ سٽن ۾، ڇڏيئون ٻيڙيءَ جي ڀچر،
ڀاڳ ورپو مون يونگريءَ جو، لائن سيني ساڻ سڪر،
آئون غريب اميد سان، متان پاڪر پايو پر،
تو ڪيئي خان ڪُتايا، لڇي ڏيئي لسر،
هاڻي ٽيڪو ڇڏي ٿر، نه ته خوار ڪنديسان خلق ۾.

ڀيڙيءَ ڪيس جواب ڏنو ته:

سيل ڀيڙي، پن پاڪيٽ، جوڙين ويٺا جوان،
قدر منهنجو ڪامورن کي، ڀيو مُنڇين ۾ آ مان،
پتلون پايو سيل دڪايو جيڪي عدل ڪن انسان،
تون ڪمائين ڪولهين کي، هاٿي مسلمانن ۾ مڪان،
جهٽ ۾ پئي جهيڙا ڪرين، تون نسوري نادان،
آئون اصل کان اڳواڻ، تون نسل آهين نِڪ ۾.

آخر ۾ ڀيڙي ۽ پونگريءَ جو پرچاءُ شاعريءَ ۾ ڏيکاريو ويو، ماڻهن کان بي اختيار ٽهڪ نڪري ٿي ويا.

ٽيون اسر سنڌ جي وڏن ماڻهن جي شڪارن جي نقل بابت هو. حاجي الله رکئي ۽ يار محمد ٽنڊي قيصر واري انگريز ۽ سندس زال جو ڪيل شڪار ٻڌايو ۽ انگريز جي ٽهڪ ۽ ڳالهائڻ جي اهل ٻڌائي ماڻهن کي وندرايو. هالن واري ٻڍي ميربحر سُوئر ۽ ڪُتن جي شڪار جي اهل ٻڌائي، پر اسماعيل شيدي ماتلي واري ڇيهه ڪري ڇڏيا. هن جي گفتن، پيدن ۽ شرنائين جي وڄت، ڪُتن جي ڀوُنڪن، سُوئر جي رومڙ ۽ ماڻهن جي ڀڄ ڊوڙ جا اهڙا منظر ٻڌايا، جو محفل ڪٽي وئي. ان کان پوءِ گونگن جي ڪچهري ٿي، گونگا اشاري بازيءَ جي فن جا استاد آهن. سڀ کان وڌيڪ فيض محمد نظاماڻي ٽنڊي قيصر واري پاڻ ملهايو. جنهن اشارن ۾ سڄي دنيا جهان جا معاملا ٻڌائي ماڻهن کي کلايو.

گونگن جي محفل کان پوءِ ٻُچين جي مجلس ٿي، جنهن جي صدارت سُگهڙ ڀيڙي فقير ڪئي ۽ استقباليه خطبو محمد فقير مسخري پڙهيو. جنهن ٻڌايو ته پاڻرو انهن ٻُچين جي آزار کان مون پنهنجو اباڻو گهر ۽ ڳوٺ ڇڏيو. آئون انهن جو وڏو دشمن آهيان، پر ڇا ڪريان قسمت اتي اچي اڙايو آهي، اسان جو صدر ڀيڙو خان ٻُچي به سبحان الله آهي، پوءِ هن ڀيڙي فقير سان ريل گاڏيءَ ۾ پنهنجي ملاقات جو احوال ٻڌائي ماڻهن کي وندرايو. ڀيڙي فقير کان پوءِ ٻڍي ميربحر، وچولي جي ٻُچين جا پار پتا ٻڌايا، پوءِ عرض محمد راڄپر ٻُچين جون دلچسپ وصفون ٻڌايون.

ٻُچين جي محفل کان پوءِ اهلون پيش ڪيون ويون، جن ۾ ٻڍي ميربحر، مصري فقير جي ڳائڻ جي اهل ڪري ڪمال ڪري ڇڏيو. هن نزاڪت علي ۽ سلامت علي جي ڳائڻ جي اهل ڪئي. حيدرآباد لا ڪاليج جي شاگرد ۽ حيدرآباد ريڊيو جي ڳائڻي گل بيگ لغاري، نارو پڳت ۽ استاد غلام رسول جي ڳائڻ جي اهل ڪئي.

ان کان پوءِ سانگ وجهڻ جي محفل ٿي، قادو شيدي ۽ آرو شيديءَ ڪولهيءَ جي جن ڪڍڻ وارو سانگ وڌو. قادو شيديءَ ماڊرن ڊانس جو به مظاهرو ڪيو. خان صاحب محمد مسخري ناچو چوڪرن جي راڳ، نڙ بيت، پڳت، جبل جي موري، سنڌي ڪافي ۽ پڪي راڳ جا قسم ٻڌايا، اسماعيل شيديءَ پڄن ٻڌائي وڏي ڪاميابي حاصل ڪئي.

ان کانسواءِ نقل نظير ٿيا، جن ۾ قادر بخش مگڻهار، عرض محمد راڄپر، اسماعيل شيدي ۽ خليفي امام بخش ساڻ حصو وٺي ڪافي لطف پيدا ڪيو. پڄاڙيءَ ۾ مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ سيني جو شڪريو بجا آندو. ڪانفرنس جي پڄاڻيءَ تي قادو شيدي، آزاد شيدي، اسماعيل شيدي ۽ ٻين هو جمالو ڳايو ۽ هيءَ انوکي ۽ عجيب قسم جي ڪچهري، خير خوبي ۽ دلچسپيءَ سان ختم ٿي. هن ڪانفرنس ۾ مخدوم طالب المولىٰ، سيد ميران محمد شاهه، الهڏتي بلوچ ۽ مير حسن خان نظاماڻيءَ خوش طبع شخصن کي انعام ۽ اڪرام ڏنا.

**ڀھرين مڪليءَ جي جنگ:** ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي ترتيب ڏنل ڪتاب جنگ نامي موجب ڀهرين مڪليءَ جي جنگ ڪرمتين ۽ جوکين جي وچ ۾ آڳاٽو لڳي. ان وقت جوکين جو اڳواڻ ٻجار هو پر اڃا مٿس "ڄاماڻي" جو لقب ڪونه پيو هو ان وقت پڳ مريداڻين تي هئي. ڄام مريد جي پٽ ڪريمداد جي وقت ۾ ٻجار طاقت وارو ٿيو راڻي ارجن کي ماريائين ۽ ميان غلام شاهه سندس پوري پٺڀرائي ڪئي، جنهن تي ڪريمداد کان پڳ ڇڏايائون ۽ ٻجار کي ٻڌايائون. مريداڻين جي آخري ڄام ڪريمداد سن 1188هه بمطابق 1774ع ۾ وفات ڪئي. سندس قبر مڪليءَ تي ميان علي شيرازيءَ جي قبي کان اُتر طرفان ويجهي آهي.

ڪرمتي حب، ملير ۽ ساڪري جا "مَلڪ" هئا. ڪين اورنگزيب بادشاهه جاگيرون ڏنيون هيون. مغلن کان پوءِ 1150هه/ 1737ع ۾ "ٺٽي سرڪار" وارو سنڌ جو هيٺيون لاڙ وارو علائقو ميان نور محمد جي هٿ ۾ آيو. ڪرمتين جي طاقت ڀڃڻ لاءِ هن خداآباد مان مٿس لشڪر چاڙهيو، جن حب، ملير ۽ ساڪري ۾ ڪرمتين تي ڪاهيو:

ڪنيون خداآباد مان ٻارهن هزارن،
سنڌ، چپر، ساڪرو لٽيو لباسين،
آئي مل مليرتي، ڳهل وڏي گهوڙن،
ملير سڀ ملهائيو، مائي "عزت" جي پٽن.

انهيءَ حملي ۾ نوزڪ خان ڪرمتيءَ جي پٽن پاڻ ملهايو. سندن ماءُ جو نالو "مائي عزت" هو جيڪا وڏي حوصلي واري مائي هئي. ڪرمتين ملير بچايو پر پوءِ ڪلهوڙن طرفان ڄام ٻجار ۽ جوکين جي پٺڀرائي ٿي. هيڏانهن ٻجار ۽ هوڏانهن مير مزار پنهنجن پنهنجن لشڪرن جا اڳواڻ هئا. ٻنهي ۾ مڪليءَ تي جنگ لڳي، جنهن ۾ مير مرزا قتيو پر ڪرمتين پڙ ڪٽيو ۽ جوکين جي هار ٿي.

مير مرزا ان وقت جوان هو ۽ وڏي همت وارو هو جو چيائين ته:

"مير مزار، هيڪلي هزار"

جوکين کان انهيءَ جنگ ۾ جڏهن مير مزار قتجي آيو ته ماءُ چيس ته: "مون توکي بنا وضوءَ جي ٿڃ ڪونه پياري هئي، ابا، تون ڪيئن گهائجي آئين!" انهيءَ تي مزار چيو ته: "امان! مون کي انهن ڏَڪيو آهي، جن جون مائرون بنا وضوءَ جي زمين تي به ڪڏهن ڪين هليون آهن". سندس اشارو جوکين جي مرشدن، سيد ميان عالي شيرازيءَ جي اولاد مان پوين جي ٻيبين ڏانهن هو.

**ڀھرين مئي:** ڀهرين مئي کي عالمي سطح تي پورهيتن جي عالمي ڏينهن طور ملهايو ويندو آهي.

هونئن ته ظالم سان مظلوم جي ٽڪر جا تاريخ ۾ ڪوڙ مثال ملن ٿا، پر شڪاگو جي ڀهرين مئي 1886ع واري مزدورن جي مثالي مظاهري سان سڄي دنيا ۾ هڪ تحريڪ شروع ٿي وئي. ان ڏينهن سيني ڪارخانن جي مزدورن هڏي ڪري، وڌيڪ وقت ڪم ڪرڻ ۽ گهٽ اجرت ملڻ خلاف وڏي پيماني تي احتجاج ڪيو. 3 مئي تي پوليس مزدورن تي گوليون هلايون،

جنهن ۾ وڏي تعداد ۾ مزدور مارجي ويا ۽ زخمي ٿيا. مزدورن پنهنجي مارجي ويل ساٿين جي رت ۾ ڪپڙو رڱي، جهنڊو ٺاهيو. اهو ئي ڳاڙهو جهنڊو سڄي دنيا ۾ مزدورن جي تحريڪ جو نشان بڻجي ويو. عالمي جنگين جي ڪري دنيا ۾ بک ۽ بيروزگاري وڌي. اقتصادي بدحالي اوج تي پهتي ۽ سرمائيداري نظام جون ظالماڻيون سرگرميون وڌي ويون. انهن ڳالهين پورهيت تحريڪ کي وڌيڪ هٿي ڏني ۽ منجهن ظلم جو احساس ڏينهون ڏينهن زور ٺيندو ويو جنهن سان سندن اتحاد مضبوط ٿيو. اڳتي هلي هن تحريڪ کي بين الاقوامي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي پٺڀرائي حاصل ٿي، جنهن ڪري ان کي عالمي اهميت ملي.



پورهيت پنهنجي انهيءَ تاريخي جدوجهد جي ابتدا شڪاگو واري واقعي کان ليکيندي، پهرين مئي تي هر سال سڄي دنيا ۾ ان جو يادگار ملهائيندا آهن. پورهيتن جي عالمي تنظيم انساني ڀلائي ۽ بهبوديءَ جي ڪوشش کي ڪامياب بڻائڻ لاءِ اقوامِ متحده جي قائم ڪيل مختلف ادارن مان هن اداري جو تعلق پهرين عالمي جنگ جي رد عمل سان آهي. جنگ جي ڪري سڄي يورپ ۾ پيداوار جا وسيلا متاثر ٿيا، جنهن ڪري ملڪن لاءِ انيڪ اقتصادي مسئلا پيدا ٿي پيا. ان صورتحال کي منهن ڏيڻ لاءِ ان وقت گڏيل قومن طرفان "پورهيتن جي عالمي تنظيم" (International Labour Organization) قائم ڪئي وئي. ان جي متن، مقصدن ۾ ٻين ڳالهين سان گڏ، هي به ڄاڻايل آهي ته "هي ادارو سماجي انصاف کي زور وٺائيندو، پورهيتن جي زندگيءَ جي معيار ۽ ڪم ڪرڻ کي بهتر بڻائڻ لاءِ ڪم ڪندو". 1946ع ۾ اهو اقوام متحده جو پهريون معياري ۽ خاص (Specialized) ادارو بڻيو 1969ع ۾ هن اداري کي پنجاهه سالن تائين نمايان خدمتن ڪرڻ جي اعتراف طور امن جو امتيازي انعام ڏنو ويو. پورهيتن جي ڀلائيءَ سان گڏ دنيا مان بيروزگاري ختم ڪرڻ ۽ آدمشماري جي اٿاهه واڌاري وارن مسئلن کي منهن ڏيڻ، هن اداري جا مکيه ڪم آهن. اداري جو مکيه مرڪز جنيوا ۾ آهي. "مزدورن لاءِ موڪل" جي هن تصور 1956ع ۾ آسٽريليا ۾ جنم ورتو جڏهن رازن جي تنظيم "اسٽون مسين سوسائٽي" 18 آگسٽ 1855ع تي واپارين جي نالي سان الٽيميٽم جاري ڪيو ته 6 مهينن کان پوءِ هو صرف 8 ڪلاڪ ڏهاڙي ڪم ڪندا. ان مطالبي جو جزوي سبب اهو به هو ته يورپي آبادگارن پاران تيزيءَ سان آسٽريليا جو رُخ ڪرڻ ڪري ان وقت تعميراتي ڪم زور شور سان ٿيڻ لڳو ۽ 6 مهينن جو مُدو ختم ٿيڻ کان پوءِ مزدور آمريڪا جي شڪاگو شهر ۾ وڏي تعداد ۾ جمع ٿيا ۽ مظاهرا ڪيائون. سرمائيدار طبقو انهن جا مطالبا قبول ڪرڻ لاءِ تيار نه هو ان ڪري انهن مزدورن طرفان ڪيل ٻن هفتن واري اها هڙتال اثرائتي ثابت ٿي، ۽ مارچ جي شروعات ۾ اهو مطالبو قبول ڪيو ويو جڏهن ته 22 اپريل تي ان حوالي سان عام موڪل جو اعلان به ڪيو ويو اها خبر دنيا جي ٻين حصن ۾ پکڙجڻ جي ڪيترن سالن کان پوءِ "مزدورن جي ٻي انٽرنيشنل ڪانگريس" هي ڏينهن ملهائڻ جي لاءِ پهرين مئي جي چونڊ ڪئي. ڇو ته 1886ع ۾ انهي ڏينهن مزدورن پنهنجي حقن جي خاطر شڪاگو (آمريڪا) جي سانحي ۾ پنهنجي جانين جو نذرانو پيش ڪيو هو.

**پهريون سنڌي شعر:** پهرئين يا پهريَن سنڌي بيتن جي تلاش ڪندي جيڪو شعر مليو آهي. اُهو ابو حاتم محمد جي حوالي سان آهي. هن پنهنجي ڪتاب "ورضة الصقلاءِ ونزهة الفضلاءِ" ۾ لکيو ته: مون ابراهيم کان ٻڌو، جنهن ابن ابي القعقاع کي چيو ته مون سان ابو هُذيل ڳالهه ڪئي ۽ چيائين ته آءٌ يحيٰ بن خالد برمڪيءَ وٽ ويٺو هوس جو هڪ هندي شخص پنهنجي مترجم سان گڏ ڪچهريءَ ۾ آيو: يحيٰ کي مترجم چيو ته هي شخص شاعر آهي ۽ توهان جي مدح ڪئي اٿس. يحيٰ چيو ته ڀلي ٻڌائي، انهيءَ تي هن شخص چيو:

أرَة، أصَره، ڪڪر- ڪي ڪرِہ مَندره

[جڏهن اسان جي طرف چڱاين ۽ نيڪين جو ذڪر نڪرندو آهي تڏهن تنهنجو مثال ڏيندا آهن].

متئين متن کان قدري مختلف صورت ۾ هي شعر "مجمل التواريخ والقصص" ۾ آيل آهي. اُن جي صورت هيءَ آهي:

اَره بره ڪنڪره- ڪراڪِري مندره.

[هن ڪتاب ۾ ان شخص کي سرزمين سنڌ جو شاعر لکيو ويو آهي ۽ يحيٰ بدران سندس پٽ جو نالو اچي ٿو.]

اڳ ۾ هي شعر حضرت بلال حبشيءَ جي تصنيف ڄاتو ويو هو. دمشق ۾ سندس مزار جي ديوار تي هي شعر لکيل ٻڌايو ويو آهي، جيڪا پوءِ "نزهة الجليس" جو مصنف ابن نورالدين المڪي، جنهن هيءَ ڳالهه لکي، سو به پوءِ جو آهي ۽ ڊاڪٽر دائود پوٽي جو خيال آهي ته اهو شعر حضرت بلال حبشيءَ جو آهي، جڏهن ته ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي 1966ع ۾ پيڪنگ ۾ چيني زبان جي تعليم دوران آفريڪي ملڪن جي هم ڪلاسين کان سواحلي ۽ ٻيون ٻوليون ٻڌيون ۽ ڪجهه لفظ سکيا ۽ اهو محسوس ڪيو ته هنن جا آواز ۽ انداز ٻيا آهن. مثلاً گهڻا لفظ هيئن آهن: ڊانگا ڊُونگا- باماٺوڪا، نيڪُوني وغيره. ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي جو خيال آهي ته: شاعر يا صاحب ممدوح جو نالو منڊرو هوندو يا هو ذات جو منڊرو هوندو. بغداد وڃڻ کان اڳ اِهو شعر سنڌ (لاڙ) ۾ چيو هوندائين ۽ صورت حال کي منهن ڏيڻ لاءِ برمڪي وزير اڳيان اهو شعر پڙهيو هوندائين. انهيءَ ڪري شعر جو اصل متن هيئن هوندو:

اهڙا ٻُڙا ڪو (نه) ڪري، ڪ ڪري منڊرو

[منڊرا ذات لاڙ ڏکڻ بدين ۾ آباد آهي ۽ ٻُڙو لفظ ٻڌائيءَ به ڪم آندو آهي.]

موليٰ مٺان مون، ٻُڙو لاهه مَ ڀاڄهه جو. (شاهه)

مليل متن جو مفهوم نه سمجهڻ جي باوجود هي به ٻي صديءَ هجريءَ جو شعر ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ چواڻي: سنڌي زبان جي تاريخ بنسبت هڪ قيمتي وٽ آهي، ڇو جو مليل روايت موجب هي شعر سنڌ/ سنڌ جي زبان سنڌيءَ جو آهي.

ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي ۽ ڊاڪٽر غلام علي الانا پنهنجي هڪ ڪتاب ۾ هڪ هزار سال اڳ جا ڪي بيت ڏنا آهن، جيڪي سنڌي ٿا لڳن. جهڙوڪ:

پلا هٿا جو ماريا، پيڻ مهارو ڪنت،
لجيج جو ويڻ سي، جو پڳا گهرانت.

اهو ساڳيو خيال اڳتي هلي اسان کي ڀٽ ڌڻيءَ وٽ هن ريت ملي ٿو:

پڳو آن نہ چوان، جي ماريو تان وسهان،
ڪانڌ مُنهَ ۾ ڏڪڙا، سيڪندي سُنهان،
تيڻ لَڄ مَران، جي هونس پُٺ ۾.

عرب دؤر (712- 1050ع) کان پوءِ سومرن جي حاڪميءَ (1050-1315ع) دوران ڪن رومانوي داستانن جو ذڪر ڪتابن ۽ روايتن ۾ اچي ٿو هن ادبي اهڃاڻن ڏانهن بہ اشارا موجود آهن. اُنهن ۾ هڪڙا بيت سومرن جي جنگين بابت آهن، جيڪي هنن گُجرن/علاؤالدين جي لشڪر ۽ جام هالي سان ڪيون. اُنهن جو عرصو اندازاً 1150ع کان 1250ع آهي. هن باري ۾ پٽن، پانن ۽ سگهڙن جون ڳالهيون زباني روايتن مان تحرير ۾ آيون آهن. ڪي جنگين واري دور ۾ چيون ويون هونديون تہ ڪي پوءِ جي سگهڙن ٺڏي چيون هونديون. سگهڙ هنن ڳالهين جا راوي آهن. جن جي روايتن، ڳالهہ، قصي ۽ ڳاهن وغيره جو بنيادي ڍانچو تہ ملي ٿو پر سر بستي ڳالهہ تي اعتبار ڪري ۽ اُن کي تاريخ تہ سڌي نٿو سگهجي، پر سندن بيان ڪيل روايتن ۾ جيڪي بيان ٿيل سو نيم تاريخي داستان چئي سگهجي ٿو.

**پهريون سنڌي عروضي شاعر:** سنڌ جي تاريخ تي سرسري نظر وجهڻ بعد خبر پوندي تہ سنڌي ٻوليءَ ۾ عروضي شاعري جو بنياد وجهندڙ سيد ثابت علي شاهہ ڪربلائي آهي. سيد ثابت علي شاهہ کان پهرين عروضي شاعري صرف سنڌ جا فارسي شاعر ڪندا هئا ۽ سنڌي بيت ڏوهيڙي ڪافي وغيره ۾ هوندي هئي. سيد ثابت علي شاهہ اهو پهريون شاعر آهي جنهن عروض جي فن سان گڏوگڏ مرثيي جي صنف کي بہ سنڌيءَ ۾ متعارف ڪرايو ۽ مرثيي جي فن کان پنهنجي شاگرد ميرزا مراد علي بيگ سائل کي بہ واقف ڪيائين. سنڌي ٻوليءَ ۾ مرثيہ جو پهريون شاعر سيد ثابت علي شاهہ جو ۽ بيو ميرزا مراد علي بيگ سائل آهي. سنڌي ۾ غزل جو پهريون شاعر خليفو گل محمد آهي ۽ ڊاڪٽر غلام علي الانا پنهنجي تصنيف "لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ" ۾ لکي ٿو تہ: "سيد غلام علي شاهہ لاڙ جو گمنام شاعر ميرن جي ابتدائي دؤر ۾ ٺٽي محمد خان ۾ وفات ڪري ويو هن بزرگ آخوند گل کان بہ اڳ غزلن ۾ حقيقي محبوب جي ساراهہ ڪئي." هن مان ثابت ٿئي ٿو تہ سنڌي غزل جو پهريون شاعر سيد غلام علي شاهہ هو ليڪن غزل واري صنف ۾ اڃا بہ تحقيق جي ضرورت آهي.

**پهريون قرآن پاڪ جو ترجمو:** قرآن مجيد آسماني چئن ڪتابن مان مقدس ۽ بابرڪت ڪتاب آهي. قرآن مجيد جيئن تہ عربي زبان ۾ نازل ٿيو ۽ عربي زبان صرف عربن جي ٻولي آهي، ان ڪري ضرورت تحت قرآن مجيد جا ڪيترين ئي ٻولين ۾ مختلف وقتن تي ترجما ٿيندا رهيا آهن، پر سڀ کان پهرين قرآن مجيد جو جنهن بہ ٻوليءَ ۾ ترجمو ٿيو سا سنڌي ٻولي بيان ڪئي وئي آهي. بزرگ بن شهريار الرامهرمزيءَ پنهنجي تصنيف "عجائب الهند" ۾ لکيو آهي تہ: "دنيا جي ٽين سيني ٻولين کان اڳ، قرآن مجيد جو ترجمو سنڌي ٻوليءَ ۾ ٿيو اهو مهروڪ بن رائق راجا جي گذارش تي، منصوره (سنڌ) جي عرب حاڪم عبدالله بن عبدالعزيز جي حڪم هيٺ هڪ عراقي عالم ڪيو اهو عراقي عالم سنڌ ۾ رهي، سنڌي ٻولي چڱيءَ طرح سکي چڪو هو ان ترجمي جو راجا مهروڪ تي ايڏو تہ اثر ٿيو جو هو سورة يٰسين جي هڪ آيت "من يحيٰ العظام و هي رميم" جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ۽ تفسير ٻڌندي، تخت تان لهي اچي پٽ تي ويٺو ۽ خدا جي عشق ۽ خوف ۾ اکين مان نير وهائڻ لڳو" اها بہ روايت آهي تہ قرآن پاڪ جي ٻين ٻولين جي ترجمي جي "جائزيت" جي فتويٰ حضرت امام ابوحنيفہ ڏني هئي، جنهن جا وڏا سنڌي يا قديم سنڌ واري خطي سان تعلق رکندا هئا.

**پهريون قرآن پاڪ جو فارسيءَ ۾ ترجمو:** قرآن مجيد جو سڀ کان پهرين سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ٿيو ان کان سواءِ سنڌ جي ڌرتيءَ کي اهو بہ اعزاز حاصل آهي تہ قرآن مجيد جو سڀ کان پهرين فارسي ٻوليءَ ۾ ترجمو بہ سنڌ جي جيد عالم مخدوم سرور نوح رح ڪيو هو فارسيءَ ۾ اهو ترجمو اهل فارس وارن کان بہ اڳ مخدوم نوح ڪيو تاريخ تي نظر وجهڻ کان پوءِ اها خبر پوي ٿي تہ ڪن ماڻهن بنا تحقيق جي اهو ڄاڻايو آهي تہ قرآن مجيد جو سڀ کان پهرين نندي کنڊ ۾ فارسي ٻوليءَ ۾ ترجمو شاهہ ولي الله محدث دهلويءَ ڪيو آهي، جيڪا ڳالهہ درست نہ آهي، چوتہ مخدوم نوح رح 911 ھ بمطابق 1505ع ۾ ڄائو هو ۽ سندس وفات 998ھ بمطابق 1589ع ۾ ٿي هئي. جڏهن تہ شاهہ ولي الله محدث دهلوي جي ولادت 1114ھ بمطابق 1702ع ۾ ۽ وفات 1176ھ بمطابق 1762ع ۾ ٿي. هنن سنن کي ڀيٽڻ کانپوءِ اهو واضح ٿي وڃي ٿو تہ برصغير ۾ سڀ کان پهرين قرآن مجيد جو فارسيءَ ۾ ترجمو سنڌ جي عالم مخدوم نوح ڪيو ۽ اهو قرآن مجيد (فارسي ترجمي سان) سنڌي ادبي بورڊ طرفان شايع ٿي چڪو آهي.

**پهلاج راءِ "مسافر"**: پهلاج راءِ "مسافر" 1939ع ۾ روهڙي (سنڌ) ۾ پيدا ٿيو تعليم مئٽرڪ تائين حاصل ڪيائين. ورهاڱي کان پوءِ الهاس نگر (ڀارت) ۾ وڃي آباد ٿيو جتي 1950ع کان 1957ع تائين رهيو ان کان پوءِ راءِ پور ۾ رهائش اختيار ڪيائين. هن جي شاعري تماهي مهراڻ (سنڌ)، هندواسي، نيو سنسار سماچار، ڀارت واسي، تصوير، ڀونجي، رهاڻ، ويٺا ۽ نئين زندگيءَ جهڙن معياري رسالن ۾ ڇپي. هي شطرنج، ويٺا، ساهتيہ سرهاڻ ۽ نوسنديش رسالن جو ايڊيٽر رهيو 1960ع ۾ مڌيہ پرديش ۾ پهريون سنڌي ناٽڪ "ارضيا" ڊائريڪٽ ڪيائين. 1958ع ۾ مڌيہ پرديش ۾ اکل ڀارت سنڌي ڪوي سميلن (مشاعرو) ڪوٺاياٺين، جنهن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي قومي شاعر هوندراج دکايل بہ حصو ورتو هو هن ڪيترين ڪهاڻيون بہ لکيون آهن، جن مان: چماٽ، آنسن جي آغوش ۾، مونا مري ويئي وغيره مشهور آهن. هن ڪافي مضمون ۽ مقالا بہ لکيا آهن. جن ۾ ڪبير جا ڪرين منهنجي وس واڪا، هڏڻ ڪم بروج جو ضيا سنڌي ساهتيہ جو چمڪندڙ ستارو ڪافي مقبول ٿيا. هن جي شاعريءَ جا بہ ڪتاب ڇپيل آهن. (1) "هڪ بهار گل هزار" (1983ع) (2) "شعرِ مسافر". جڏهن تہ هن هڪ ڪتاب "A Tale of Two Cities" جو سنڌيءَ ۾ ترجمو بہ ڪيو هن جي شعري مجموعي "هڪ بهار گل هزار" جو مهاڳ نالي واري شاعر هري دلگير لکيو آهي. هن ڪتاب جي اشاعت عجيب مرحلن مان گذري، پهلاج راءِ مسافر هي شعري مجموعو 1958ع ۾ ڇپائڻ جو ارادو

ڪيو هو ۽ ان جو مهاڳ لکڻ لاءِ پرسرام ضيا کي گذارش ڪئي هئي، پر اهو مسودو سفر دؤران ڪانئس گم ٿي ويو. ان کان پوءِ ڪيل شاعريءَ جي ڪتاب جو به ساڳيو نالو رکيائين. ان جو مواد هري دلگير کان لڪائي رائپور جي هڪ پريس ۾ ڇپڻ لاءِ ڏنائين. اوچتو هن پريس جو ڪمپازيٽر هليو ويو. پريس بند ٿي ويئي ۽ ڪتاب گم ٿي ويو. هي سندس ساڳئي نالي وارو شاعريءَ جو ٽيون مسودو هو. جيڪو 1983ع ۾ ڇپيو. جنهن کي ”مسافر“ پنهنجي شاعريءَ جو ٽيون جنم سڏيو آهي.

**پهلوان، احسان سانڊاڻو:** ملهه پهلوان محمد احسان ولد سومر خان سانڊاڻو سال 1869ع ڌاري ٻٽ سرائي تعلقي ميهڙ ضلعي دادوءَ ۾ ڄائو. ٻهراڙي جي ماحول جو پليل احسان ڏنار هو. ملهه وڙهڻ ۽ ڪوڏي ڪوڏي کيڏڻ سندس روزانو جو مشغلو هو. هن پهريون ملاکڙو ٻارهن سالن جي عمر ۾ خيرپور ناٿن شاهه ۾ کيڏيو. هن ميلي ۾ پهرئين جوڙن جي ملهه کيس ملهه وڙهڻ نه پئي ڏني، ڇو ته هو عمر جو ننڍو هو. پر زميندارن جي زور تي ملهه وڙهڻ جي اجازت مليس. انهيءَ ميلي ۾ هن پهرئين جوڙ جي ملهن سان ملهه وڙهي سوڀ حاصل ڪئي. پوءِ هن سنڌ جي سيني ميلن جهڙوڪ: ڀٽ شاهه جي ميلي، سيوهڻ جي ميلي، جيڪب آباد جي ميلي وغيره ۾ ملهون وڙهيون. ان زماني ۾ ملهه پهلوانن جو عروج هو ۽ سنڌ جا ناميارا نواب ڄام ڪانيو خان، ڄام عنا خان، مير علي نواز ٽالپر، مير جعفر خان جمالي ۽ مٽيارين جا سيد وغيره ملهن جا قدردان هئا ۽ اهي ملهن جي پالنا ڪندا هئا. اتر سنڌ جي ملهن جو اڪثر لاڙ جي شيدين سان مقابلو ٿيندو هو. ڪڏهن لاڙ جي شيدين جي ته ڪڏهن اتر جي ملهن جي سرسي پئي ٿيندي هئي. پوءِ احسان سانڊاڻي شيدي ملهن کي ايترا ته ڌڪ ڏنا، جو ان وقت لاڙ جا شيدي ملهه ڇڏڻ تي مجبور ٿي پيا. احسان سانڊاڻو هڪ ڏينهن ۾ ڇهن ڇهن شيدي پهلوانن کي ملهه ماري فتح حاصل ڪندو هو. سندس جوڙ جا ملهه اقبال جوڳي، گل بيگ مستوئي، نواز علي پٺاڻ، محمد ماڇرائي، هوشو هالائي، ڪوڏو شيدي ۽ ٻيا لاڙ جا پهلوان هئا. هن هندستان جي مشهور پهلوان گاما پهلوان کي به ملهه ۾ چئلينج ڪيو پر گاما پهلوان کي ملهه نه ايندي هئي، ان لاءِ چئلينج قبول نه ڪيائين. سانڊاڻي پهلوان بمبئيءَ جي هڪ جلسي ۾ ملهه وڙهي زبردست فتح حاصل ڪئي. ان وقت جي وائسراءِ کيس وڏا انعام ۽ بندوق جو لائسنس ڏيڻ کان سواءِ سندس تاحيات وظيفو مقرر ڪيو. هي پنهنجي وقت جو تمام تيز رفتار ملهه هو. اک ڇنڀ ۾ راند نبيريندو هو. 1928ع ۾ 58 سال مسلسل راند ڪندي عروج واري دؤر ۾ ملهه وڙهڻ ڇڏي ڏنائين. هي جيترو قد ۽ بت ۾ مضبوط ۽ سهڻو پهلوان هو اوتروئي سياڻو به هو. کيس هندستان ۾ پهرين نمبر جي ملهه جو لقب مليل هو. هن عراق، ايران ۽ ڪربلا معليٰ جون زيارتون ڪيون. والد جي وفات بعد لاڙڪاڻي شهر جي باقراڻي روڊ تي ڳوٺ مهوال خان سانڊاڻي سان اچي رهيو.

محمد احسان ملهه سان گڏ سلو سگهڙ به هو. شاهه جو رسالو گهڻي قدر ياد هئس. هي سدا ملوڪ پهلوان 103 ورهين جي ڄمار ۾ 1972ع ۾ وفات ڪري ويو. نادر علي ۽ غلام حيدر نالي ٻه پٽ هئس.

**پهلوان، شير ميربحر:** ملهن جو مهنداڙ ملهه پهلوان شير محمد ميربحر مشهور ”شير ميربحر“، 21 جنوري 1924ع تي اڪوڙي ضلعي نوابشاهه جي شهر ڪنڊياري ۾ جنم ورتو. سندس تعليم پنج درجا هئي. هي ملهه جي انگن ۾ سنڌ جي سمورن پهلوانن کان معتبر ليکيو ويندو هو. هي 30 سالن تائين ملهه جي ميدان ۾ رهيو. سندس پهريون استاد لقمان خشڪ ڪنڊياري وارو هو. ان کان پوءِ محمد اسماعيل ٻڙديءَ کان تربيت ورتائين. باقي عرصو لالا علي نواز شڪارپور واري وٽ رهيو ۽ ڪافي انگ ان کان به سکيائين. هن پنجاب جي ڀولو پهلوان جي مقابلي جي آڇ قبول ڪئي ۽ اهو ملاکڙو ميرپور خاص ۾ ٿيو. ان وقت اتي ڊپٽي ڪمشنر ڪئپٽن عثمان علي عيساڻي هو. شير ميربحر مقابلي وقت چيو هو ته ”ڀولو پهلوان لاءِ ته منهنجو ٻڪو پهلوان ئي ڪافي آهي“. واقعي ٻڪي پهلوان، ڀولو پهلوان کي هارايو. ان کان پوءِ شير ميربحر جو مقابلو بين الاقوامي سطح تي ڀارت جي پهلوان گرنام سنگهه سان 1966ع ۾ نياز اسٽيڊيم حيدرآباد ۾ ٿيو. ساڳئي سال يوگوسلوويڪيا جي پهلوان زسبيسڪو سان سندس هالن ۾ مقابلو ٿيو ۽ شير ميربحر ٻنهي پهلوانن کان مقابلو کٽي ورتو. هز هائينس مير علي مراد خان واليءَ خيرپور ميرس جي تاج پوشيءَ جي موقعي تي به شير ميربحر، انب شيدي، هوشو شيدي ۽ پهلوان هينڊل مڪرانيءَ کي دسي ان وقت جي وزيراعظم لياقت علي خان ۽ سندس گهر واري رعنا لياقت علي خان کان انعام حاصل ڪيو هو. هي مقابلو 1951ع ۾ ٿيو هو. عمر جي آخري حصي ۾ خيرپور ۾ الهه جڙيي سمي سان مقابلو ڪيائين، پر نبري نه سگهيو. شير ميربحر کي ”رستم سنڌ“ جو خطاب مليل هو. هي ملهن جو نيشنل ڪوچ پهلوان به ٿي رهيو. سندس شاگردن ۾ محمد بخش ٻڙدي، در محمد عالماڻي، شير گوپانگ ۽ غلام قادر لغاريءَ چڱو نالو ڪڍيو. سياست ۾ به حصو ورتائين. ايوبي دؤر ۾ بي. ڊي (B.D) ميمبر ٿي رهيو. بڪين جي تڪليف سبب ڪسمپرسيءَ جي حالت ۾، 8 مارچ 1985ع تي وفات ڪيائين.

**پهلوان، فقير، ڊومڪي:** پهلوان فقير ولد هڍي نقير ڊومڪي جو جنم 1880ع ۾ جيڪب آباد جي ڳوٺ رند واهيءَ ۾ ٿيو. هي هڪ صوفي شاعر ۽ خدا ترس فقير هو. شاعريءَ ۾ سندس استاد سيد رکيل شاهه صوفي هو. هن سنڌي سان گڏ اردو، سرائيڪي، بلوچي، فارسي ۽ عربيءَ ۾ ڀڻ صوفياڻي شاعري ڪئي. سندس ڪلامن جو مجموعو ”دعوت العشق“ پٽس رند علي بلوچ 1983ع ۾ جيڪب آباد مان شايع ڪرايو.

پنهل فقير 1358هه/ 1939ع ۾ وفات ڪري ويو. سندس عرس هر سال مارچ مهيني ۾ سندس مرشد سيد رکيل شاهه جي عرس کان پوءِ لڳندو آهي.

**پهلوانو:** تعلقي ڪهري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هي ڳوٺ شامل آهن:

ڳوٺ هوٿي مگريو، وڏل فقير ۽ ملو فقير هڱو رجو.

**پهلوي:** پهلويءَ کي ميانه فارسي يا فارسي وسطي به چون ٿا. هيءَ سرزمين ”پارت“ جي زبان هئي، ”پارت“ کي فارسيءَ باستان ۾ ”پَرٿوَ“ (Parthava) چون ٿا ۽ هخامنشين (550 ق.م کان 330 ق.م) جي ڪتبن ۾ به اهڙو ذڪر آهي. پَرٿوَ مان مراد موجوده خراسان آهي. اشڪانين (249 ق. م کان 226 ق.م) جو خاندان به انهيءَ قوم مان هو. ان ڪري پهلوي به سندن سرزمين يعني پَرٿوَ سان منسوب ٿي ۽ اشڪانين جي زماني جي پهلويءَ ۾ سواءِ چند مختصر تحريرن جي، جن ۾ نالا وغيره شامل آهن، باقي ڪجهه به نه رهيو آهي ۽ اهو به ساساني- پهلوي سان گڏ اُڪريل آهي، جيڪو ڪتبن، سڪن، مهرن، برتنن ۽ ڪتابن جي صورت ۾ موجود آهي. عهدِ ساساني کان وٺي هجري سن جي ابتدائي صدين تائين پهلويءَ کي ’ميانه فارسي‘ انهيءَ ڪري به چوندا هئا. جو

هيءَ زبان هخامنشين جي خاتمي ۽ اسلام جي شروعات جي وچ واري عرصي ۾ رائج رهي آهي ۽ ادبي ڪتابن ۾ عام طرح سان "فهلوي" يا "پهلوي" لفظ سان ياد ڪئي ويجي ٿي، پر "پهلوي" لفظ، ساسانيءَ جي تلفظ ۾ "پهلويڪ" ٿيو ۽ ساساني دؤرِ حڪومت (226-652ع) ۾ ايران جي مذهبي ۽ سرڪاري زبان طور استعمال ۾ رهيو پهلوي زبان، جنهن خط ۾ لکي ويندي هئي، اهو "آرامي" ٻوليءَ مان ورتل هو ۽ آرامي ٻولي، سامي لهجن (Dialects) مان هڪ لهجو آهي. ٻيو ته ان کي هڪ خاص خط سان لکيو ويندو هو جنهن کي "هوزوارش" چوندا هئا. هو زوارش جا تقريباً هڪ هزار يا ان کان وڌيڪ لفظ ادبي ۽ غير ادبي تحريرن ۾ موجود آهن.

**پنھوارن پچار** (ڪتاب): هي ڪتاب نوابشاهه ضلعي جي تاريخي منظرن ۽ تعارفن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ نواب شاهه ضلعي جي اوليائن، درگاهن، تاريخي ماڳن، مڪانن، ڳوٺن، شهرن، سياسي خاندانن، عالمن، اديبن، شاعرن، سگهڙن ۽ ذات ذٽين جا احوال شامل آهن. هن ڪتاب جو ليکڪ ڊاڪٽر مولانا عبدالرسول قادري آهي. ڪتاب جو نالو سنڌ جي سرتاج شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي بيت جي پهرينءَ سٽ "آئون ڪيئن ڇڏيان سومرا، تن پنھوارن پچار" مان کنيو ويو آهي. هي ڪتاب پنجن ڀاڱن تي مشتمل آهي، جن جو وچور هن ريت آهي: پهرئين ڀاڱي ۾ نوابشاهه ضلعي (هاڻي بينظيرآباد) جو تاريخي پس منظر ۽ تعارف ڏنو ويو آهي. ٻئي ڀاڱي ۾ ضلعي جي اوليائن، درگاهن ۽ قبرستانن جي معلومات آهي. ٽئين ڀاڱي ۾ تاريخي ماڳن مڪانن جو احوال آهي. چوٿين ڀاڱي ۾ اتان جي سياسي خاندانن جو ذڪر آهي ۽ پنجين ڀاڱي ۾ ان جي ماضيءَ توڙي حال جي نون، پراڻن عالمن، اديبن، شاعرن، سگهڙن ۽ ذات ذٽين جو احوال مرتب ڪيل آهي. هي ڪتاب نواب شاهه ضلعي جي تاريخ متعلق هڪ اهم دستاويز آهي، جيڪو يونين ڪائونسل پير ذاڪريءَ، پاران سال 2008ع ۾ شايع ٿيو پڪي جلد سان، 256 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 250 رپيا آهي، جنهن ۾ رنگين تصويرون پڻ شامل آهن.




**ڀھوڙ**: تعلقي خان پور جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڄاڻون هرڙو، جرار ڀھوڙ ۽ شير خان سومرو.

**ڀھوڙ**: جتن جو هڪ پاڙو، جيڪو سنڌ ۾ "ڀھوڙ" به سڏجي ٿو ملتان ڪبير والا ۾ سندن وڏا ڳوٺ آهن ۽ سندن چڱا مڙس به اتي رهن ٿا.

**پئبلو نرودا** (Pablo Neruda): هڪ شاعر ليکڪ، استاد، سماج وادي ۽ سياستدان، سفير ۽ انقلابيءَ جي حيثيت رکندڙ جڳ مشهور انسان، پئبلو نرودا جي شاعري ٽين دنيا، سوشلسٽ دنيا ۽ اتان جي انقلابي تحريڪن کي بيحد متاثر ڪيو.

اسپيني ٻوليءَ جي هن شاعر 'پئبلو نرودا' جو اصلوڪو نالو 'نيفلالي رڪارڊو ريز بوسوالتو' (Naflali Ricardo Reyes Bosoalta) هو. هن جيڪو سلواڪيه جي هڪ شاعر 'جان نرودا' (John Neruda) کان متاثر ٿي پنهنجو نالو 'پئبلو نرودا' رکيو. سندس جنم 12 جولاءِ 1904ع تي هڪ ڳوٺ پرال (Parral) ۾ ٿيو هُو شاعريءَ ۾ آمريڪا جي "نئين شاعريءَ" جي اڳواڻ والٽ وٽمين (Walt Whitman) کان متاثر ٿيو جيڪو اوڻهين صديءَ جي آمريڪا جو وڏو عوامي شاعر هو جنهن جو مشهور نظم 'I Hear America Singing' [آءٌ آمريڪا کي ڳائيندي ٻڌان پيو] آهي.



هن تيرهن سالن جي عمر ۾ هڪ رسالي 'لامانانا' (La-Manana) ۾ هڪ مضمون 'اينلئسينسو وائي پرسرنيا' (Enlusiasno Y Perserrania) لکيو. سندس پهريون نظم 1920ع ۾ 'سئلواسترال' (Selvaaustral) ۾ ڇپيو. سال 1923ع ۾ سندس شاعريءَ جو پهريون مجموعو 'ڪريپسڪلرڊو' (Crepusculardo) ڇپجي پڌرو ٿيو. هو پنهنجي ٻولي اسپينيءَ کانسواءِ فرينچ ٻوليءَ جو به وڏو اسڪالر هو. هن 'سنتياگو يونيورسٽيءَ' ۾ گهڻو وقت پڙهايو، ننڍي وهيءَ ۾ ايڏو مشهور ٿيو جو 1927ع کان وٺي برما، سريلنڪا، جاوا، سينگاپور، بيونس آئرس، بارسلونا ۽ ميڊرڊ ۾ چلي حڪومت پاران اعزازي سفير رهيو.

گارشيا لورڪا (Garcia Lorka) جي قتل هن جي ذهن تي وڏو اثر وڌو. پوءِ هو جمهوري تحريڪ (Republic Movement) ۾ شامل ٿيو. سندس ٽيون ڪتاب 'ايسپنا ان ال ڪروزنا' (Espna En El Corzona) 1937ع ۾ ڇپيو ۽ 'اسپيني خانه جنگيءَ' واري عرصي ۾ سندس ڪتاب جو تمام گهڻو ورڪرو ٿيو. هن پنهنجي شاعريءَ کي پنهنجي ملڪ 'چلي' (Chile) جي سياسي، سماجي ۽ ثقافتي مسئلن جي حل لاءِ استعمال ڪيو. سال 1939ع ۾ پيرس ۾ ڪائونسلر مقرر ٿيو ۽ ترت پوءِ هُو ميڪسيڪو ۾ ڪائونسلر جنرل مقرر ڪيو ويو اتي هن پنهنجي مشهور نظم 'ڪائنٽو جنرل دي چلي' (Canto General The Chile) کي ٻيهر لکيو ۽ ان کي هڪ ڊگهي 'وير ڪٿائي نظم' (Epic Poem) ۾ تبديل ڪيو. نرودا پنهنجي هن نظم ۾ سموري ڏکڻ آمريڪا جي ماڻهن جي تاريخ، رهڻي ڪهڻي ۽ آئيندي کي اوتي ڇڏيو جيڪو ڪتابي صورت ۾ 1950ع ۾ ميڪسيڪو ۾ ڇپيو ۽ چليءَ ۾ گجهي نموني سان ورهايو ويو. هن ڪتاب ۾ ڪل 250 نظم هئا ۽ ڪتاب 15 ڀاڱن ۾ ورڇيل هو. هي ڪتاب ڏهن ٻولين ۾ ترجمو ٿيو. سال 1945ع ۾ هو چليءَ واپس آيو ۽ ڪميونسٽ پارٽيءَ پاران سينيٽر چونڊيو ويو. 1947ع ۾ هو صدر گونزاليز ويڊيلس (Gonzalez Videlas) جي ڏمر جو شڪار ٿيو ۽ زير زمين (Under Ground) هليو ويو. ان عرصي دوران هو پنهنجي ملڪ کانسواءِ ٻاهريسري ملڪن ۾ به گجهي نموني سان وڃي رهيو جتي هن جا تمام گهڻا چاهيندڙ هئا. 1952ع ۾ هو جلاوطني ختم ڪري واپس وطن آيو. روپوشيءَ دوران هن 459 صفحن تي ٻڌل هڪ ڊائري لکي، جيڪا 'لاس يئس وائي ونٽو' (Las Uvs Y El Vinto) نالي سان ڪتابي شڪل ۾ 1951ع ۾ ڇپجي نروار ٿي. ٻئي پاسي هن جي شاعريءَ جو ڪتاب وڌندو ۽ جامع ٿيندو رهيو ۽ 1925ع کان 1962ع تائين ۽ پوءِ 1968ع ۾ 3237 صفحن تي ٻڌل سندس هڪ ڪتاب 'اوبراس ڪمپليٽس' (Obras Completes) ٻن جلدن ۾ ڇپجي نروار ٿيو.

ان کان پهرين 1939ع ۾ سندس نظمن جو ڪتاب 'سن سانتوز دي امور' (Cin Sontos De Amor) سندس ٽين زال ميٽيلڊ يوروشيا (Matild Urrutia) جي نالي ارپنا سان ڇپيو سندس پهرين شادي 1930ع ۾ 'جاوا' ۾ هڪ ڊچ

عورت سان ٿي، جيڪا بئنڪ آفيسرياڻي هئي، جنهن جو نالو ’مئريڪا‘ (Maryka) هو 1936ع ۾ ٻنهي ۾ طلاق ٿي. ان وقت کين هڪ ڌيءُ مالووا ميرينا (Malva Marina) هئي، جيڪا پوءِ ماءُ سان گڏ نيدرلينڊ هلي وئي ۽ اتي 1943ع ۾ 11 سالن جي عمر ۾ گذاري وئي. هو پوءِ هڪ ٻي عورت ڊيليا ڊل ڪيسل (Delia del cassil) سان رهڻ لڳو ۽ 1966ع ۾ ان کي به طلاق ڏئي ٽين شادي ڪيائين. هن جو سمورو شاعراڻو پورهيو ۽ زندگيءَ جو احوال پنجن جلدن ۾ ’ميموريل دي اسلا نيگرا‘ (Memorial De Isla Negra) جي نالي سان ڇپجي پڌرو ٿيو. ترقي پسندن ۽ کاٻي ڌر وارن پاران 1970ع ۾ کيس چليءَ جي صدر جي عهدي لاءِ نامزد ڪيو ويو پر هُو ’الينڊي‘ جي حق ۾ دستبردار ٿيو. 1971ع ۾ کيس نوبل انعام مليو ۽ ان ڪميٽيءَ جي ميمبرن اعتراض ڪيو ته هن اسٽالن جي دور ۾ روس ۾ آمراڻي طرز حڪومت جي حمايت ڪئي هئي، پر سوئڊش ٻوليءَ جي مترجم آرٽر لنڊڪوسٽ (Artur Lundkrist) سندس حمايت ڪئي. الينڊي حڪومت پاران چونڊجڻ کانپوءِ کيس فرانس جو سفير مقرر ڪيو ويو جتي هو ’ڪينسر‘ (Prostate Cancer) جي بيماريءَ سبب سفير جو عهدو ڇڏي ملڪ واپس وريو. 17 سيپٽمبر 1973ع تي جنرل پنوشيءَ جي فوجي راتاهي سبب هو سخت مايوس ٿيو. الينڊي جي موت ۽ سندس گهر تي فوجي ڪاهه مهل هن وڏي بيباڪيءَ سان وراڻيو: ”توهان چوڌاري نظر ڦيرايو. توهان لاءِ هڪ ئي شيءِ خطري واري آهي، سا آهي (منهنجي) شاعري!“ ان ملٽري ڪُو کان ٽيڪ پنجن ڏينهن کان پوءِ هُو 23 سيپٽمبر 1973ع تي سنتياگو ماريا ڪلينڪ ۾ گذاري ويو. هن جون آخري رسمون پوليس جي پهري هيٺ ٿيون. هن جي جنازي ڪڍڻ وقت ڪانڌين پنوشيءَ جي فوجي راڄ خلاف سخت احتجاج ڪيو. مرڻ کان هڪ ڏينهن اڳ هن هڪ نظم سچو ڪامريڊ (Right Comrade) لکيو. پئبلو نرودا، لينن کي صديءَ جو اڪابر (Genius) انسان قرار ڏيندو هو پر هو لينن وانگر ويهين صديءَ جي لاطيني آمريڪا جو عظيم شاعر ۽ هيرو هو. هن جي زال ميٽلڊ يوروشيا، سال 1986ع ۾ پئبلو نرودا جي يادگيرين تي ٻڌل ڪتاب ’پئبلو نرودا سان منهنجو جيون‘ (My Life with Pablo Naruda) ڇپرائي پڌرو ڪيو.

**پٿاگورس** (Pythagoras): ڪيپيٽلائين روم جي عجائب گهر ۾ پٿاگورس جو مجسمو (Bust) رکيل آهي. پٿاگورس ڇهين صدي (495-570 ق. م) اولهه ايشيا ۾، مائنر جي يونيا علائقي جي سيموس شهر ۾ جنم ورتو سندس زندگيءَ جي مختلف پاسن جي باري ۾ جيڪي روايتون ۽ اڏوڳابريون خبرون ملن ٿيون، سي سندس شخصيت کي طلسماتي ظاهر ڪرڻ لاءِ ڪافي آهن.


پٿاگورس

هن بابت اڪثر لکتون سندس وفات کان گهڻو پوءِ جون آهن، ان ڪري انهن کي تصديق جي ضرورت آهي. چون ٿا ته هن ڪافي وقت سياحت به ڪئي، هندستان به آيو هو هن جي مذهبي ريتن ۽ ڪمن جي سندس عقيدتمند پابنديءَ سان پوئواري ڪندا رهيا. ماڻهو Croton جي سياست ۾ وڏو حصو وٺڻ لڳا، جنهنڪري اها ڳالهه سندن زوال جو ڪارڻ ٿي. سندن اجتماعن واريون جايون ساڙيون ويون. پٿاگورس کي شهر بدر ڪيو ويو، ۽ سندس موت Metapontum ۾ ٿيو. ڪجهه ڳالهيون جيڪي هن سان منسوب آهن، سي سندس پوئلڳن Pythagoreans سان واسطو رکن ٿيون. چون ٿا ته هي پهريون شخص هو، جنهن پاڻ کي Philosopher سڏايو هن جي خيالن جو افلاطون تي وڏو اثر ٿيو هن جي جماعت Pythagorean brotherhood سندس خيالن جو ڦهلاءُ ڪيو پر سندن ديوتائپ ۽ الوهيت وارن خيالن بابت خاموش رهيا. مثال طور: اپالو سندس پيءُ هو يا هن ۾ نور چمڪندو هو، هن جي سٿر سونهري هئي، هن کي هڪ ئي وقت ڪيترن هنڌن تي ڏٺو ويندو هو وغيره. چون ٿا ته سقراط سندس ڪارنامن تي الڳ ڪتاب لکيو هو پر اهو هن وقت ڪو نه ٿو ملي. سيني شڪن شبهن جي باوجود به جيڪو ڪجهه مڃڻ جو ڳُو آهي، سو به تمام گهٽو آهي. پٽس جو نالو Mnesarchus هو. جيڪو جوهري هو جو پٿرن وغيره تي نقشگري ڪندو هو سندس والده جو نالو Pythias هو پٿاگورين Aristoxenus موجب هن جو جنم 570 ق. م ڌاري Polycrates علائقي ۾ ٿيو چيو وڃي ٿو ته هي جاميٽري ۽ ٻيا علم مصرين کان سکيو هن جي فلسفي، تعليم ۽ ريتن رسمن جو اثر گهڻو تڻو يونان تي ٿيو ۽ هو پاڻ به يوناني ماحول ۽ رواجن جي پيداوار هو

هن جي موسيقي، فلڪيات، طب (Medicine)، رياضيءَ جي نظرين کان وڌيڪ عقيدي ۽ مذهبي خيالن جو سندس پوين تي وڌيڪ اثر ٿيو

هڪ وقت سندس برادري ۾ سندس پروگرام جي مخالفت چوٽ تي هئي. سندس مذهبي عقيدا، سندس پويان ڪافي عرصي تائين جاري رکندا آيا. سندس وفات بابت ڪن جو چوڻ آهي ته هڪ مندر ۾ کيس سائين سميت باهه ڏئي ساڙيو ويو ٻين جو چوڻ آهي ته اول هو Tarentum ڏانهن ڀڄي جتان کيس تڙيو ويو ان بعد Metapontum ڏانهن پهچي ويو جتي پاڻ کي بک ڏئي انت آندائين. جتي هن جو مقبرو به آهي. چون ٿا ته هن ڪروٽان جي Theano نالي عورت سان شادي ڪئي، جنهن مان کيس Telauges نالي پٽ ۽ Damo ۽ Myia نالي ٻه ڌيئون به ڄايون. سندس نالو ٻن لفظن جو مرڪب آهي. Pyth= Oracle، Agor= Truth، جنهن جو مطلب لڳ ڀڳ الهامي سچ جهڙو ٿئي ٿو موسيقي، طب، مذهب (ڪي عقيدا)، تناسخ ارواح، گوشت خوريءَ کان منع، ڪسرت، فلڪيات ۽ مسٽيسزم تي هن جو ڪم هن جي مشهوريءَ جو سبب بڻيو

**پيٽرولاجي**: پيٽرولاجي علم ارضيات جي هڪ شاخ آهي، جنهن جو واسطو جبلن جي نموني، خصوصيتن ۽ ان جي ڪيميائي ترڪيب سان آهي. هن علم ۾ آڳ اُگرندڙ/ آتش فشان جبلن جي مطالعي کي خاص اهميت ڏنل آهي. پيٽرولاجيءَ جي هڪ ٻي شاخ آهي، جنهن کي پيٽروگرافي سڏجي ٿو جنهن ۾ جبلن جي نهايت سنهن تراشيل حصن جو خوردبينيءَ سان مشاهدو ڪبو آهي. ان جي هڪ ٻي به شاخ آهي، جنهن کي پيٽروجينيسز چئجي ٿو جنهن ۾ مختلف جبلن جي اصليت ۽ سندن تشڪيل جو مطالعو ڪيو وڃي ٿو هن علم جي تحقيقي ٽيڪنيڪن کي استعمال ڪري ”چنڊ“ جي اصليت ۽ ان جي تشڪيلي تاريخ بابت قيمتي معلومات حاصل ڪئي وئي.

**پئرامڊس** (Pyramids): ٽن يا وڌيڪ پاسن واري ذري گهٽ نهري اڏاوت، جنهن جا ٽڪنڊا پاسا، زمين کان چوٽيءَ تائين مٿي سوڙها هجن، ته اهڙي اڏاوت کي Pyramid يا اهرام چيو ويجي ٿو. ان قسم جون قديم اڏاوتون مصر جي بادشاهن جي مدفن مٿان پٿر جي وڏن بلاڪن سان ٺاهيون ويون آهن. وڏن اهرامن جي پر ۾ ڪي ننڍا اهرام به آهن، جيڪي بادشاهن جي واسطيدار اميرن جي مزارن مٿان ٺهيل آهن. سڀ کان قديم مصر جو پوڙيالو (Stepped) اهرام آهي. هي مصر جي گيزا (Gizeh) واري سڀ کان وڏي اهرام، کان صرف اڌ صدي اڳ جو آهي. گيزا وارو وڏو اهرام 2800 ق. م ڌاري يا ڪجهه پوءِ بادشاهه Khufu (خوفو) جي مرقد تي ٺهيل آهي، جيڪو Snefru جو پٽ هو. هن بابت ڪن ڪتابن ۾ 2664 ق. م کان پوءِ جو وقت



مصر جي هڪ پئرامڊ جي تصوير

ٻڌايو ويو آهي. خوفو کي يوناني ٻوليءَ ۾ Cheops سڏين ٿا. هي اهرام تيرهن ايڪڙن تي پکڙيل 2300,000 اهڙن پٿرن جي بلاڪن مان ٺهيل آهي، جن مان هر هڪ جو وزن اٽڪل اڍائي ٽنن جي برابر آهي. ڪاٿو آهي ته اٽڪل هڪ لک ماڻهن کي هن عمارت جوڙڻ ۾ ويهه سال لڳا هوندا. هن چؤڪور اڏاوت جي پيڙهه وٽ هر پاسو 756فوٽ ڊگهو آهي. هن جي اوچائي 450 فوٽ وڃي بيهي ٿي. سمجهيو وڃي ٿو ته هي اٽڪل 500 فوٽ اوچو هو. هي مصر جي اهرامن ۾ سيني کان وڏو آهي. ڪوفو جي اهرام کي پهريون وڏو باترتيب اهرام سمجهيو وڃي ٿو.

اڳتي هلي انهن اهرامن جي صورت سان مماثلت رکندڙ ٻيا به ڪيترا اهرام نه رڳو مصر، پر پاسي وارن ملڪن سوڊان، يونان انڊونيشيا وغيره ۾ تعمير ٿيا، پر پوئين دؤرن ۾ فرانس، آمريڪا، هندستان وغيره ۾ هنن اهرامن سان مماثلت رکندڙ اهرام ٺاهيا ويا آهن.

هڪ لکت موجب مصر ۾ 138 ۽ سوڊان ۾ 220 جي قريب ننڍا وڏا اهرام هئا، پر 1980ع واري ڏهاڪي جي انگن اکرن موجب ان وقت تائين 80 کن پراڻا اهرام وڃي بچيا هئا، جيڪي سڀ نيل درياهه جي اولهه پاسي ريگستان ۾ هئا.

بهرحال مصر جي اهرامن کي دنيا جي ستن قديم عجائبات ۾ به شامل ڪيو ويو آهي. ان کان سواءِ هڪ اهم اهرام جو ذڪر ڪرڻ ضروري آهي، جيڪو آهي، ميڪسيڪو جو Chelula وارو اهرام، جيڪو دنيا ۾ مقدار جي لحاظ هن وقت تائين وڏي ۾ وڏي اڏاوت سمجهي وڃي ٿي، جيڪا پنجيتاليهن ايڪڙن تي پکڙيل آهي. پر ان جي اوچائي فقط 177 فوٽ آهي. 1519ع ۾ ڪورٽيس جي اڳواڻيءَ ۾ جڏهين ميڪسيڪو ۾ قدم رکيو، تڏهن به هن اهرامي عمارت جي چوٽيءَ تي هڪ Temple/عبادتگاهه موجود هئي، جيڪا هنن ڊاهي ڇڏي ۽ پوءِ ان هنڌ تي Holy Virgin جي نالي جو Chapel تعمير ڪرايو ويو.

جيتوڻيڪ ماپ ۾ آمريڪا جا اهرامي يادگار مصر وارن اهرامن جي مقابلي جا آهن، پر اهي جاميٽري ڊزاين جي خيال کان ڪمزور ۽ پوڙيالا آهن ۽ اهي مدفن تي نه پر عبادتگاهن لاءِ آهن.

هڪ گمان آهي ته مصر وارن اهو خيال عراق وارن جي قديم عبادتگاهه Ziggurat/ Zikkurat تان ورتو، جيڪي اهرامن کان اڳ جون آهن ۽ انهن جي شڪل ذري گهٽ ساڳي آهي. زگورت ڪچين سِرن جا ٺهيل هئا ۽ مٿن رنگ ڪيل هوندو هو. مٿي چڙهڻ لاءِ ڃاڙهيون به ٺهيل هيون ۽ ٻڌايو ويو آهي ته اهي ستن طبقن ۾ اڏيل هئا ۽ انهن جي مٿان عبادتگاهه (Temple) جي ڪليل عمارت ٺهيل هئي. هڪ لکت موجب يونان جا اهرام 2000 ق. م جا ٿي سگهن ٿا. انهن مان ٻه مشهور Helleniko ۽ Lingourio جا اهرام آهن. نئين دؤر ۾ به ڪيترن هنڌن تي اهرامي شڪل جون اڏاوتون ٺهيون آهن ۽ ٺهن پيون.

**پئنٿيان** (Pantheon): حقيقت ۾ هن نالي سان تعمير ٿين اڏاوتن جون بنيادي مقصد هڪ مندر جو هو. هي لفظ يوناني ۽ پوءِ لاطيني کان ٿيندو آيو آهي. هن جي جوڙا Pan + Thuos آهي. جنهن جي معنيٰ To Every God آهي. پوءِ هن جي استعمال ۾ تبديلي آئي. ايتري قدر جو اهو هڪ خانگي عمارت طور به ڪم اچڻ لڳو. اهو نامور ماڻهن جي مرحبا يا وري دفنائڻ لاءِ استعمال ٿيڻ لڳو. اهڙي ريت ان جي هڪ مرڪزي عمارت واري حيثيت به ختم ٿي وئي. مختلف جاين تي ۽ مختلف وقتن تي Pantheons ٺهيا. يوناني ٻوليءَ ۾ مندر (Temple) لاءِ لفظ hieron آهي.

هن عمارت جو مکيه حصو گول پٽ-رتا سان هو ۽ انجي اڳيان ستوندار ڏيڍي (Portico) ۾ ٻه يا ٽي قطارون گرينائيٽ پٿر جي ڪورنٿي سرستون سان پيلپاين جون هيون، جن جي مٿان سنتوري (Pediment) هو. هن ڏيڍي يا پيش دالان مان مندر جي مکيه گهردوساري (Rotundate) حصي ۾ داخل ٿيو آهي. جنهن جي مٿان گول ۽ بناروسندانن جي گنبذ هوندو آهي. ڪڏهن هي دنيا جو سڀ کان وڏي گهري وارو گنبذ هو. هن جي گنبذ جي اندرين اوچائي ۽ گردوسار جو اندريون قطر (Diametre) هڪ جيترا هئا. يعني اٽڪل 142 فوٽ (43.3 ميٽر) هي لڳاتار استعمال ۾ رهيو آهي. 7 صدي عيسوي کان وٺي هن کي رومن ڪيٿولڪ ڪليسا طور استعمال ڪيو ويو آهي، جو انتساب ٿيل آهي St. Mary ۽ شهيدن کي پر هن کي رسمي طور "Santa Maria Rolunda" سڏيو وڃي ٿو. هي 27 ق. م ۾ ماريٽس ڪئمپس (Maritus Campus) ۾ روم جي ٻاهرين ڪناري تي مارڪس ايگرپيا (Marcus Agruppa) ٺهرايو.

پوءِ Augustus جي دؤر ۾ ويهن کان به وڌيڪ ٻيون اڏاوتون شامل ڪيون ويون. تنهن کان پوءِ ته ان ۾ تبديليون به ڪيون ويون. ڪوٽاين مان ظاهر ٿيو ته ايگرپيا واري مندر جي مهاڙي ڏکڻ پاسي هئي، پر پوءِ واري عمارت جي مهاڙي تر پاسي هئي. پوءِ پئنٿيان جي عمارت 80ع ۽ 110ع ۾ باهه لڳڻ سبب سڙي وئي. موجوده عمارت دمشق جي ٽراجن مهندس، اپالو ڊورس جي تخليق آهي.

**پٽي:** جوهي تعلقي جي هن ديھ ۾ ’سڄڻ جي پٽي‘ ۽ ’جمعو لغاري‘ نالي ڳوٺ آباد آهن.

**پُٽي:** منڇر ۾ شڪار جو نمونو. منڇر ۾ مڇين ۽ پکين جي شڪار جا ڪيترا ئي نمونا آهن، جن وسيلي شڪار ڪري منڇر جا ماڻهو گذر سفر ڪندا آهن. پُٽي پکين جي شڪار جو هڪ نمونو آهي. هن نموني ۾ پن ۽ ڪل جي گهاٽن ڪکرين ۾ مهاڻا چارو اڇلائيندا آهن. جيڪو گهڻو ڪري ساريون هوندو آهي. اهو سلسلو ٻه ٽي ڏينهن هلائيندا آهن ته جيئن پکي جوءِ پکي ڪن. هوريان هوريان انهيءَ جاءِ تي پکي ٻي ڊپا ٿي سهنجي خوراڪ حاصل ڪرڻ لاءِ اچي ڪٺا ٿيندا آهن. جڏهن مارين کي پڪ ٿي ويندي آهي ته پکين هاڻي جوءِ پکي ڪري ورتي آهي ته رات جي اونداهيءَ ۾ انهيءَ پن ۽ ڪل جي ڪکريءَ تي ٻيڙين تي چڙهي ماري چوڌاري ڦري ويندا آهن. پکي سڌو مٿي اڏامي نه سگهندو آهي ۽ هو هوائي جهاز وانگر ترڻي مٿي چڙهاڪو ڏيندو آهي. مارين جا ماڻهو سون جي منهن ۾ هٿن سان پکي پڪڙي وٺندا آهن ۽ اوچتي ٿاهه پوڻ سبب پکي ڪکرن ۾ ڦاسي پوندا آهن. هن شڪار ۾ هر قسم جو پکي ڦاسي ٿو.

**پٽي ٻيلو** (Pai Forest): هونئن ته سنڌو درياهه جي ٻنهي پاسي ڪيترائي ٻيلا آهن، پر سڪرنڊ (ضلعي بينظيرآباد) جو ”پٽي ٻيلو“ پنهنجي الڳ سڃاڻپ رکي ٿو. روايت آهي ته پٽي ٻيلو ٽالپرن جي زماني ۾ شڪارگاهه طور رک بڻايو ويو هو. هتي وڻن جي واڍي ۽ عام شڪار جي بندش هئي،



پٽي ٻيلي اندر ورنل هڪ تصوير

اها به روايت آهي ته هي ٻيلو ميرن کان اڳ ڪلهوڙن جي دؤر ۾ به موجود هو.

لفظ ”پٽي“ معنيٰ اهڙي زمين، جنهن کي ٻن پاسن کان پاڻي لڳي يا ٻن ڪڙين جي وچ واري زمين. ان پٽي لفظ مان ظاهر آهي ته ڪنهن وقت درياهه جي ٻن ڌورن جي وچ ۾ ٻيٽ هو جنهن تي قدرتي درياهي ٻيلو نروار ٿيو. انگريزن جي دور ۾ سنڌو درياهه تي 35-1931ع دوران جديد آبپاشي نظام رائج ٿيو ته سنڌو درياهه کي بچاءَ بندن ۾ قيد ڪيو ويو ان ڪري ماحولياتي تبديليون اڀري ٿيون. ان دوران ”پٽي ٻيلي“ کي درياهي ڪچي مان ٻاهر ڪڍيو ويو ۽ آبپاشي نظام ذريعي آباد رکڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. هن ٻيلي لاءِ روهڙي ڪئنال جي راهب شاهه شاخ ذريعي پاڻي منظور ڪيو ويو. پاڻيءَ جو ٻيو سبب ڪيترائي ٽيوب ويل آهن، جيڪي ٻيلي کي پاڻي پهچائين ٿا.

**محل وقوع:** پٽي ٻيلو سڪرنڊ شهر کان ڏکڻ اولهه ۾ پنجن ڪلوميٽرن تي سڪرنڊ باءِ پاس سان لڳو لڳ آهي. ٻيلي جي اولهه ۾ سنڌو درياهه آهي، بند جي هن پار سَن شهر آهي. پٽي ٻيلي ڏانهن ٻيو رستو مجيد ڪيرئي ڳوٺ کان به وڃي ٿو. پٽي ٻيلي جي اولهه پاسي ديھ ماروي، ڏکڻ طرف ديھ تلي ۽ موريو لاکو اتر ۽ اوڀر ۾ ديھ سڪرنڊ آهن. هينئر ٻيلي جو اڳوڻو اوج نه رهيو آهي. پاڻيءَ جي کوٽ ۽ غير قانوني وڻن جي واڍيءَ هن سهڻي شڪارگاهه جو حُسن برباد ڪري ڇڏيو آهي.

**ايراضي ۽ آبادي:** پٽي ٻيلو 1883ع کان باقاعدي لک هيٺ آهي، ان وقت هن جي ايراضي 5901 ايڪڙ هئي. ايوب خان جي دور ۾ 1015 ايڪڙ زمين زرعي ڪاتي کي ڏني وئي. 1995ع ۾ ان مان 140 ايڪڙ فوج کي ڇانوڻي ٺاهڻ لاءِ ڏني وئي، هن وقت اها زمين آباد آهي ۽ مقاطعي تي ڏنل آهي. هينئر ٻيلي ڪاتي وٽ باقي 4646 ايڪڙ زمين باقي آهي. اهڙيءَ ريت هتي نباتات ۾ ٻير، بيد مشڪ، ٻير، ديوي، ڪٻڙ، ڪنڊي، لئي، ڪرڙ ۽ ٽالهيءَ جا وڻ آهن. پٽي ٻيلي ۾ سراسري طور 338 ايڪڙ ٻير، 107 ايڪڙ بيد مشڪ، 1045 ايڪڙ ڪنڊي ۽ 12 ايڪڙن تي شيشم جا وڻ آهن. ٻين به ڪيترن قسمن جا وڻ ٻوٽا ۽ گاهه موجود آهن.

**جانور ۽ پکي:** جيئن ته پٽي ٻيلو شڪار گاهه آهي. هتي ايوب خان جو بنگلو ٺهرايل به آهي. هتي موجود شڪار گاهه ۾ هرڻ ۽ ڦاڙها آهن. جڏهن ته هتي ٻين جهنگلي جانورن ۾ سوئر، گدڙ، نور، سيڙهه، جهنگلي ٻلا وغيره ۽ پکين ۾ ڪارو تتر، اڇو تتر، ڳيرو، طوطو، هيڙهو، باز، بلبل، چڪور، ڪانءُ، ڪبريون ۽ ٻيا موجود آهن.

**پٽيتو/ پدري نظام** (Patriarchy): پيءُ يا مرد جي حاڪميت وارو نظام، انگريزيءَ لفظ ’Patriarchy‘ مان نڪتو آهي، جنهن جو بنياد لاطيني لفظ ’Pater‘ (پيءَ) آهي، ان مان مراد ڪٽنبن اندر پيئرن جي بااختيار حيثيت به آهي. ڪنهن معاشري کي ان وقت پيئتو/ پدري سمجهيو ويندو آهي، جڏهن اقتدار ۽ اختيار مردن کي موروثي طور منتقل ٿين ۽ جڏهن عظيم ڪارناما ۽ تاريخي واقعا مردن جي عمل سان منسوب ڪيا ويندا هجن. مثال طور: رومن ڪئٿولڪ، ڪليسيا کي يقين آهي ته پيءُ (خدا) پنهنجي اٿارٽي بشپ کي منتقل ڪئي. جنهن کي ڪڏهن ڪڏهن پيٽريارڪ (وڏڙو) چيو ويو. رومن ڪئٿولڪ ڪليسيا ۾ رڳو مردن کي بشپ ٿيڻ جي اجازت آهي. قديم زماني ۾ يورپي مفڪرن جو خيال هو ته مردن جي برتري فطري يا خدا طرفان جوڙيل معاشرتي نظام هو. ارڙهين صديءَ کان پوءِ هي نظريو ڪمزور ٿيڻ لڳو، جنهن جو وڏو سبب عورتن جي حقن جي تحريڪ هئي، ان تحريڪ عورتن جي سياسي، سماجي ۽ اقتصادي ترقيءَ کي واڌ ڏني، پر ويهين صديءَ ۾ عورت پسنديءَ خلاف جذبات اڀرڻ لڳا ۽ مذهبي بنياد پرستيءَ جي واڌويجهه سان گڏ دنيا جي ڪجهه ملڪن ۾ هڪ ڀيرو ٻيهر پٽيتو نظام، خدا جو ٺاهيل ۽ فطري نظام سمجهيو ويو.

سترهين صديءَ ۾ ڪجهه سياسي مفڪرن پيءُ ۽ بادشاهه جي اختياري حيثيت جي ڀيٽ ڪئي. مثال طور: انگريز سياسي نظريه دان سر رابرٽ فلمر دليل ڏنو ته پٽ پنهنجي پيئرن جي اطاعت ڪرڻ لاءِ پيدا ٿيندا آهن، ان ڪري ڪنهن مرد جي اٿارٽيءَ جي سياسي خدمت فطري شرط هو. سترهين صديءَ جي انگريز فلسفي جان لاڪ جيڪو پيئيتي نظام جو سخت مخالف هو، ان فلمر جي انهيءَ خيال کي رد ڪري ڇڏيو. هو ان ڳالهه تي يقين رکندو هو ته حاڪميت جو سرچشمو عوام آهي ۽ اهو بادشاهن جو خدائي حق ناهي، پر لاڪ

جو نظريو گهر جي سطح تي لاڳو نہ ٿو ٿئي، ڇو تہ هن جو تصور هو تہ عورتون فطري ۽ رضاڪارانہ طور پنهنجي پيئرن ۽ مڙسن جي خدمت ڪن ٿيون.

اڻويهين صديءَ جي جرمن سياسي ۽ معاشي ماهر فريڊرڪ اينگلس چيو تہ: "شروعاتي قديم معاشري ۾ مائيتو نظام هو جنهن ۾ ملڪيت ڏيءَ جي نسبي سلسلي ڪان شروع ٿيندي هئي، معاشري جي ارتقا ۽ وڌيڪ مهذب ٿيڻ بعد مرد پنهنجي ملڪيت اولاد کي منتقل ڪرڻ جو خواهشمند ٿيو. ان ڪري مردن عورتن جو راڄ ختم ڪري پيئتو نظام قائم ڪيو."

ويهين صديءَ جي سياسي مفڪرن کي يقين هو تہ پٽيتي نظام مان مراد هڪ حڪومتي طرز آهي، جيڪا سترهين صديءَ جي آخر ۾ انفرادي حق ۽ شخصي آزاديءَ جو نظام عام ٿيڻ تي ختم ٿي وئي، پر هي نظريو ان ڳالهہ جي وضاحت نہ ٿو ڪري تہ جنسي اڻبرابري ڇو قائم رهي؟ سياسي مفڪر اڃا تائين ان چئلينج کي نبيرڻ ۾ مصروف آهن.

**پٽيءَ جو ڪوٽيرو:** هي ماڳ ڳوٺ راڄي ديري تعلقي جوهي (ضلعي دادو) کان اٽڪل ڏهہ ڪلو ميٽر ڏکڻ ۾ دڙي جي صورت ۾ واقع آهي. ٿوري گهٽي هٽ آيل نڪرائي کي آمري ثقافت توڙي هڙاپا نڪرائي سان پيٽي سگهجي ٿو. هي ماڳ اتر "10 '49 $26^0$ ڊگرين ۽ اوڀر ۾ "30 '24 $67^0$ ڊگرين تي موجود آهي. هي هڙاپا دور جو ماڳ ليکيو وڃي ٿو.

**پيارا پيارا پوپٽڙا** (ڪتاب) هي ڪتاب منظور ابڙي جي ٻارن لاءِ ڪيل شاعريءَ جو مجموعو آهي. جنهن ۾ 35 نظم شامل آهن، جيڪي سادي ۽ سلوڻي ٻوليءَ ۾ لکيل آهن. هن ڪتاب بابت راشد مورائي، ادل سومري، ظفر عباسي، سندر سنڌي، محمد عثمان عباسي ۽ نذير ملاح جا تاثر شامل آهن. ڊيمي سائيز ڪچي جلد واري هن ڪتاب ۾ 64 صفحا ۽ قيمت 20 رپيا آهي. هي ڪتاب ساهتي اڪيڊمي پاران 1997ع ۾ شايع ٿيو.




**پيارانگا/ پيلي ٻوٽي:** هن ٻوٽيءَ کي انگريزي ۾ 'Piarang'، لاطينيءَ ۾ 'Thalictrum Foliolosum'، عربيءَ ۽ فارسيءَ ۾ ماميران چيني، اردوءَ ۾ پيارانگا، بنگاليءَ ۾ گربياني، هنديءَ ۾ پيلي جڙي، ڪشميريءَ ۾ چيترا ۽ پنجابيءَ ۾ پشميران چيو ويندو آهي. هن جو تعلق 'Ranunculaceae' جي آڪهہ سان آهي.


پيارانگا/ پيلي ٻوٽي

هي هڪ هندستاني ٻوٽي آهي، جنهن جي پاڙ هيڊي ٿيندي آهي. انهيءَ ڪري هن کي پيلي جڙي ٻوٽي چيو وڃي ٿو. پنساري گهڻو ڪري ممهيري جي جڳهہ تي هيءَ ٻوٽي ڏيندا آهن. هن جو ٽڙ 1.2 کان 2.4 سينٽي ميٽر ٿئي ٿو. پنکڙيون 4.6 ملي ميٽر تہ ڪڏهن پنجويهہ ملي ميٽر تائين بہ ٿين ٿيون. هن جا گل پيلي رنگ جا هوندا آهن.هن جي پاڙ ڪڙي هوندي آهي، اها پيلي ٻوٽي جي نالي سان ملي ٿي. هي هماليہ جبل ۾ هزار کان ڇهن هزارن فوٽن جي بلنديءَ تائين ٿئي ٿي. هيءَ ٻوٽي پسارڪي وڪر طور ڪم ايندي آهي.

**پيار پناهون ڇانورا** (ڪتاب): هي ڪتاب ڪهاڻيڪار ۽ ناول نويس ماهتاب محبوب جو ناول آهي. هن ناول جو انتساب 'بدر عباسيءَ' جي نالي ٿيل آهي. هن ناول ۾ معاشري تي ڏينهون ڏينهن حاوي ٿيندڙ، ماڊرن ڪلچر ۽ پراڻين ريتن روايتن وچ ۾ ٽڪراءَ ۽ ان جي نتيجي ۾ پيدا ٿيل سوچون ۽ تڪڙيون تبديليون آهن. هي ناول انهن تبديلين ۽ خرابين جي ترجماني ڪرڻ جي هڪ ننڍڙي ڪوشش آهي. 168 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 100 رپيا آهي. جنوري 2001ع ۾ نيو فيلڊس پبليڪيشن حيدرآباد هن ڪتاب کي ڇپائي پڌرو ڪيو.




**پيار جي پنڌ ۾** (ڪتاب): هي ڪتاب نئين ٽهيءَ جي نوجوان شاعر مور ساگر جي شاعريءَ جو مجموعو آهي. جنهن ۾ هن طويل نظمن ۽ غزلن ۽ شاعريءَ جي ٻين صنفن تي بہ طبع آزمائي ڪئي اٿس. 160 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت پڪي جلد سان 100 ۽ ڪچي جلد سان 80 رپيا آهي، هن ڪتاب کي 2005ع ۾ پريت پبليڪيشن ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.




**پيار، نبار ۽ اٿاهه** (ڪتاب): هي ڪتاب ناميار اديب محمد ابراهيم جويي ۽ ابن حيات پنهور جي خطن جو مجموعو آهي، جنهن جو پيٽي عنوان محمد ابراهيم جويي "خط اُستاد ۽ شاگرد عرف ٻن دوستن جا" رکيو آهي. هي ڪتاب محمد ابراهيم جويي جو ترتيب ڏنل آهي، جيڪو سندس اهڙن ٽي خطن جي ترتيب ڏنل ڪتابن جو چوٿون مجموعو آهي. ان کان اڳ سندس "خط ٻن اديبن جا" (1999ع)، "خط ٻن استادن جا" (2002ع) ۽ "سڌ پڙاڏو" جويي صاحب ۽ جي. ايم. سيد جا خط ڇپيل آهن. هن ڪتاب جي ابتدا ۾ بہ خط جويي صاحب جي دوست "ع. ق. شيخ جا "مشتاق" جي فرضي نالي سان ڏنل آهن. جن ۾ ان وقت نڪرندڙ پرهہ ڦٽي رسالي ۾ يار محمد پنهور جو تعارف ڏنل آهي. يار محمد ابن حيات پنهور، جويي صاحب جو شاگرد ۽ دوست هو. هن ڪتاب ۾ ٻنهي جا 130 خط شامل آهن. جيڪي خط نويسيءَ جو اعليٰ مثال آهن. هي ڊيمي سائيز ۾ 240 صفحن تي مشتمل ڪتاب روشني پبليڪيشن 2008ع ۾ ڇپايو آهي ۽ ڪتاب جي قيمت 180 روپيا آهي.



**پيارو پيغمبرﷺ پراون جي نظر ۾** (ڪتاب): هن ڪتاب جو مصنف مولانا محمد رمضان ڦلپوٽو آهي. هيءَ ڪتاب پنهنجي موضوع تي هڪ جامع ڪتاب آهي، ڪتاب دلنشين پيرائي سان گڏ تحقيقي تقاضائن ۽ ضرورتن کي پورو ڪري ٿو. حوالي جو ماخذ نهايت تفصيلوار ۽ محققاڻي انداز ۾ ڏنو ويو آهي، جيڪو هڪ طرف عوام لاءِ هڪ قيمتي تحفو آهي ته ٻئي طرف تحقيقي ڪم ڪندڙ عالمن، دانشورن ۽ ليکڪن جون به ضرورتون پوريون ڪري ڪين ٻين ڪتابن کان منفرد بڻائي ڇڏي ٿو. هي ڪتاب ڏهن بابن تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جي باب پهرئين ۾ حضورﷺ جن جي ولادت باسعادت کان اڳ، نجومين پوپن، ڪاهنن، يهودين، پادرين جون پاڻ سڳورنﷺ جي باري ۾ پيشنگوين ۽ خوشخبريون. باب ٻئي ۾ اڳين ڪتابن: توريت، انجيل، زبور، غزالغزالات، هندن جي ڪتاب سام ويد، اٿروید، ڀڳوت گيتا، مهاڀارت، مجوسين جي ڪتابن، زند اوستا ۽ ٻڌ مذهب جي مقدس ڪتابن ۾ آيل خوشخبريون. باب ٽئين ۾ رسول پاڪ صلي الله عليه وآله وسلم جن جي زماني ۾ مڪي جي مشرڪن، جاني دشمنن ۽ ٻين غير مسلم عربن جو خراج عقيدت، باب چوٿين ۾ اهل ڪتاب يعني يهودي، عالمن، عيسائي راهبن ۽ بزرگن جو خراج عقيدت، باب پنجين ۾ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وآله وسلم زماني جي غير مسلم بادشاهن، وزيراعظمن خراج عقيدت، باب ڇهين ۾ غير مسلم يورپي مصنفن ۽ ٻين غير مسلم مصنفن جي پاران حضورﷺ جن جي تعريف ۽ سيرت تي لکيل ڪتاب. باب ستين ۾ غير مسلم سياستدانن، سماجي رهنمائن، دپ ، ڪامورن ۽ مذهبي اڳواڻن طرفان حضورﷺ جن جي تعريف، باب اٺين ۾ غير مسلم، اديبن، صحافين، ايڊيٽرن، تاريخدانن، اسڪالرن ۽ وڪيلن جو خراج تحسين. باب نائين ۾ غير مسلم سائنسدانن، نفسياتي ماهرن، پروفيسرن، ليڪچرارن ۽ محققن پاران تعريف، باب ڏهين ۾ عربي، فارسي، هندي ۽ سنڌي شاعرن جو منظوم خراج عقيدت. 512 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 150 روپيا آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو مارچ 1994ع ۾ مدرسه عربيه مظهر العلوم حماديه ضلعي خيرپورميرس مان ڇپائي پڌرو ڪيو ويو.

**پيارو منگي**: حر تحريڪ جو اهم ڪردار پيارو خان ولد عبدالحڪيم منگي، پني عاقل تعلقي جي ڳوٺ ڇيچڙي ۾، 1920ع ڌاري ڄائو. پيارو خان منگي حر تحريڪ جو اهم ڪردار، متنازع شخصيت، حر تحريڪ جو ڪمانڊنگ آفيسر ۽ ڪنجي بردار هو. ننڍي عمر ۾ ئي پير صاحب سورهيه بادشاهه جي ملازمت ۾ آيو. پير صاحب جڏهن 1935ع ۾ تعلقي پني عاقل جي ڳوٺ پيلارن ۾ آيو ته پيارو منگي اتي ساڻس مليو. انتهائي ذهين ۽ حسين هو ۽ آهستي آهستي پير صاحب جي خاص ۽ معتمد ملازمن ۽ ماڻهن ۾ شامل ٿيو ۽ سدائين پير سائينءَ سان گڏ رهيو. سنڌ کان ٻاهر به پير صاحب سان ويندو رهيو. ان ڪري سندس وڏي شناسائي هئي. پير صاحب مٿس ايترو مهربان هو جو کيس پني عاقل ۽ سکر ۾ ڪافي جائداد وٺي ڏنائين. پياري منگيءَ لاءِ چيو ويجي ٿو ته پير صاحب جو چوڻ هو ته هن کي پوليس يا گورنمينٽ کان بچائيندا رهو. چو ته هي نازڪ مزاج ۽ نفيس آهي. چون ٿا ته جڏهن پيارو منگي گرفتار ٿيو ته ڪافي راز ٻڌايائين ۽ پوءِ سندس باري ۾ ڪافي ڳالهيون گردش ۾ رهيون آهن. قائداعظم محمد علي جناح جڏهن سکر ۾ پير صاحب جي ڪيس جي سلسلي ۾ ايندو هو ته پيارو منگي سندس خدمت ۾ رهندو هو ۽ قائداعظم کي پير صاحب طرفان قانوني فيس به ادا ڪندو هو. پير سائينءَ جي شهادت بعد هو درگاهه تي نه ويندو هو. ٻين فقيرن سان گڏ دين محمد خان جوڻيجو سندس خاص خيال ڪندو هو.

پيارو خان، پير صاحب جي شهادت کان پوءِ 1952ع تائين نظربند رهيو هو چوندو هو ته سورهيه بادشاهه کيس وصيت ڪئي هئي ته ڪنهن وٽ به ملازمت نه ڪجان. پير صاحب کيس پني عاقل تعلقي جي ڳوٺ سومرا پنهواريءَ ۾ 30 جريب زمين وٺي ڏني هئي ۽ درگاهه پاران کيس وڏي عرصي تائين وظيفو به ملندو هو. پياري منگيءَ جو لباس شاهاڻو هوندو هو. ملتاني لونگي، ڪوٽ، شلوار، قميص، سونن بٽڻن سان پائيندو هو. ڪيترن ماڻهن کي نوازيائين. پير صاحب جي شهادت کان پوءِ ڪٿي به نه ملازمت ڪيائين ۽ نه ڏنڊو ڏاڙي ڪيائين. 50 سال ويهي ڪاٽائين. پياري منگي 1993ع ۾ وفات ڪئي، کيس وصيت مطابق قلندر شاهه جي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو.

**پيار ۽ پاپ** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي مهان ليکڪ موهن ڪلپنا جي چونڊ شاهڪار افسانن جو مجموعو آهي. هن ڪتاب ۾ شامل افسانن ۾ موهي، نرموهي، پيار ۽ پاپ، وجود جو صليب، تاءِ ۽ گل، من ۽ ايمان افسانا شامل آهن. 160 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 5 رپيا ڄاڻايل آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1977ع ۾ محمد عمر ميمڻ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**پيار ۽ پڇتاءُ** (ڪتاب): سنڌي ٻوليءَ جي هن ناول جو مصنف مشهور ليکڪ گل محمد چنا آهي. ڪتاب جي 'پنهنجي پاران' ۾ طارق اشرف پنهنجا ويچار لکيا آهن. جڏهن ته بيڪ ٽائيٽل تي به طارق اشرف جون سٽون ڏنيون ويون آهن. ناول جو پهريون ڇاپو 1976ع ۾ گاج پبليڪيشن دادوءَ ۽ ٻيو ڇاپو 2007ع ۾ روشني پبليڪيشن، ڪنڊياري ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. پڪي جلد سان ڊيمي سائيز جي هن ناول جا ڪل 139 صفحا آهن ۽ قيمت 100 روپيا آهي.

**پيار ۽ سپنا** (ڪتاب): هي ڊاڪٽر قاضي خادم جو اصلوڪو ناول آهي. هن ناول جي پيش لفظ ۾ نامياري ليکڪ مراد علي مرزا لکيو آهي ته "ناول نگار، هن ناول ۾ هڪ ازلي ۽ ابدي حقيقت جي اُپٽار ڪئي آهي، هڪ اهڙي حقيقت، جيڪا هر هنڌ موجود آهي، جنهن جو هر انسان کي احساس آهي ۽ جنهن کان سواءِ زندگي اجائي ۽ بيڪار آهي، اها حقيقت آهي محبت، ٻن انسانن جي پاڻ ۾ محبت، محبت جيڪا تخليق جو سرچشمو آهي..... پر قاضي خادم ماٺ ميٺ ۾ سماج جي ڏڪندڙ رڳ تي به قلم جو نشتر هنيو آهي."




هي ڪتاب ڪرائون سائيز جي 154 صفحن تي مشتمل آهي. ۽ زيب ادبي مرڪز حيدرآباد پاران جولاءِ 1977ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو جنهن جي قيمت ان وقت 6 روپيا هئي. هن ناول جو انتساب قاضي صاحب انهن انسانن جي نالي ڪيو آهي، جيڪي پنهنجي اکين جو نُور نچوئي دنيا کي منور ڪندا رهيا آهن.

**"پياسي" محمد پناهه:** محمد پناهه، پياسي، ولد محمد اسماعيل جوڻيجي جو جنم ضلعي لاڙڪاڻي جي تعلقي ڏوڪريءَ جي ننڍڙي ڳوٺ منڊرا ۾ 1963ع ڌاري ٿيو. هي سنڌ جي سدا ملوڪ سگهڙ استاد فقير محمد ملوڪ عباسيءَ جي شاگردن مان اهم سگهڙ آهي. هن 1985ع کان باقاعدي سگهڙائپ جي ميدان ۾ پير پاتو. ٽي وي پروگرامن ۾ شرڪت ڪري، سگهڙ ڪانفرنسون ڪوٺائي پاڻ مڃائي چڪو آهي. هن ڪيترا اوارڊ ۽ سرٽيفڪيٽ حاصل ڪيا آهن. سنڌس والد به لوڪ ادب جي صنفن ۾ مهارت رکي ٿو.

**پيالي ناڙي** (Cupfeed Drill): ناڙيءَ جو نمونو، جنهن ۾ ننڍين پيالين واريون ٿالهيون لڳل ٿين ٿيون. جيڪي ٻج واري پيٽيءَ ۾ ڦرنديون رهن ٿيون ۽ پوکيءَ دوران نلين ۾ واري سان ٻج ڏينديون رهن ٿيون.

**پيانو:** برقي پيانو 1960-1970ع وارن ڏهاڪن ۾ عام ٿيو. هن وڏي آڪار وارا پراڻي پياني جي جاءِ والاري. پراڻو ساز اسڪولن، ڪاليجن ۽ ڪلبن ۾ رکيل هوندو هو. دراصل هن کي اصل معنيٰ ۾ برقي ساز نه سمجهڻ گهرجي. هي هڪ برقي ڪلدار ساز آهي. هن ۾ آوازُ ينتري (Mechanical) طريقي سان پيدا ٿيندو آهي. پوءِ ڊوهن (Pickups) جي ذريعي، اهي آوازَ سُريلا ٿي ويندا آهن. هن کان اڳ وارا پيانا 1920ع ۾ ايجاد ٿيا هئا. برقي پيانا هن وقت نتا ٺهن. شايد آخري نمونا 1980ع واري ڏهاڪي جي وچ ڌاري ٺهيا. برقي پيانا اُيا آهن ۽ انهن جون تارون مترڪن سان وڄن. پياني جي ٻين قسمن ۾ برقي طريقا آهن: بهرحال انهن سيني



پيانو

سازن جي آوازي خاصيت صوتي (Acoustic) پياني جهڙي آهي. هن جا ڪيترائي نمونا/ قسم آهن. هر قسم هُئي کان ٿورو ٽڪوالڳ سرمستي سان آهي.

هي يورپ جو مقبول ساز آهي. هي اصل ۾ تار جو ساز آهي. هن جي اندرئين اڌ حصي تي سر منڊل وانگر انيڪ تارون ڊيگهه ۾ الڳ الڳ سرن جي نمائندگي ڪندڙ تاڻيل هونديون آهن. اهي تارون ننڍين ڪائين وسيلي ساز جي اڳئين پاسي واري ڪليدي تختيءَ هيٺيان، هر هڪ تار ڪليد سان اهڙي نموني ملايل آهي، جو ڪنهن به ڪليد تي يا آڱر رکبي ته جَڙيل ڪاٺ هڪدم لاڳاپيل تار تي پوندي ۽ گهربل ٻول نڪرندو. ڏسڻ ۾ وڏي هارمونيم جهڙو آهي، جيڪو ٻنهي هٿن سان وڄائبو آهي. هن جا stops (ٿاما) پيرن وسيلي ڪنٽرول ڪبا آهن. ان ڪري وڄائڻ ۾ ڏکيو آهي. هي ڪيلر هارمونيم وانگر ٻنهي هٿن سان وڄائجي ٿو هي ساز ڪليسا ۽ اوپيرا ۾ لازمي رهيو آهي. جڏهن ته ڪلبن ۾ عام وڄايو ويندو هو.

**پيتامبر سيوهاڻي:** پ. پ ايم. پي. اي پيتامبر سيوهاڻيءَ جو جنم، 14 مئي 1953ع تي باگڙجيءَ ضلعي سکر ۾ ٿيو. سندس والد ارجن داس



وانگر هي به واپاري ڪرت سان لاڳاپيل رهيو آهي. هن ايم. اي (سياسيات) جي ڊگري سنڌ يونيورسٽيءَ مان حاصل ڪئي آهي. شروعات ۾ 1979ع ڌاري لوڪل گورنمينٽ نظام ۾ شڪارپور مان ڪائونسلر چونڊيو. بعد ۾ 1996ع جي عام چونڊن ۾ صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر بڻيو. هن ڪيترائي ملڪ گهميا آهن. هن وقت ڪراچيءَ ۾ رهائش پذير آهي.

**پيٽاڦِر:** تعلقي ننگرپارڪر جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پيٽاڦِر، گيڙو چارڻ، ڊينگاسرو، سوراپادر، اوناڪاپڙيو.

هن ديهه ۾ واقع پيٽاڦر ڳوٺ تاريخي ۽ قديم ليکيو وڃي ٿو. لفظ پيٽاڦرجي معنيٰ آهي "پٽا جو شهر" ان مان سمجهجي ٿو ته قديم زماني ۾ ڊٽ واريءَ جوءِ ۾ 'پٽاسر' نالي به ڪو ماڳ هوندو هو. مارواڙ ۾ 'بيداسر' نالي هڪ ٽاڪ آهي، پر اهو ڪنهن پوئين دور سان واسطو رکي ٿو.

پيٽاڦُر جي پرسان وارو رڻ تمام مشهور آهي. ڪارونجهر مان وهندڙ مشهور نديون 'پٽياٽي' ۽ 'گوڙدرو' به پيٽاڦر (پڙڇاڦر) واري رڻ ۾ جوڙ ڪن ٿيون.

**پيٿالوجي** (Pathology): طب جي هڪ شاخ، جنهن ۾ جسم جي ٽشوز وغيره جو جائزو وٺي بيماريءَ جي نوعيت ڏٺي ويندي آهي. پيٿالوجيءَ جا به وڏا شعبا اناٽومي ۽ ڪلينڪل پيٿالوجي آهن. اينٽاميءَ سان لاڳاپيل پيٿالوجيءَ ۾ سرجري بائيوپسي دوران مريض جي جسم مان ورتل ٽشوز جو جائزو ورتو ويندو آهي، جڏهن ته ڪلينڪل پيٿالوجيءَ ۾ رت، هڏين جي گودن ۽ پيشاب ۾ موجود ڪيميڪلن ۽ گهرڙن جي بنياد تي بيماريءَ جي سڃاڻپ ۾ مدد ڏني ويندي آهي. ويهين صديءَ دوران حياتياتي ڪيميا ۽ بيٽابولزم جو علم گهڻو وسيع ٿيڻ تي ڪيترين ئي ليبارٽرين مان ٽيسٽون ڪرايون وينديون آهن ته جيئن نارمل ۽ بيمارين جي حالتن ۾ فرق ڪري سگهجي، مثال طور: مشين ذريعي رت جي سوڊيم، پوٽاشيم، يوريا ۽ گلوڪوز جي پيمائش ڪئي ويندي آهي.

**پيٽ** (abdomen): عضون جي تشريح جي علم مطابق، انسانن ۽ ٻين سمورن ڪرنگهي وارن جانورن جي سيني جي هيٺان واري حصي کي پيٽ چئبو آهي.



پيٽ

ان حصي ۾ پيشاب ۽ ٻار جي پيدائش جا مرڪزي عضوا هوندا آهن. ڪوپڙي ۽ سيني جي پيٽ ۾ پيٽ جي چؤطرف هڏيون ناهن هونديون، ان ڪري ان جي شڪل مختلف ٿي سگهي ٿي.

پيٽ جي مختلف عضون ۾ معدو، جگر، پتو، لبلبو تري، گڙدا، آنڊا، غدود ۽ مثانو

شامل آهن. ماديءَ جي پيٽ ۾ ٻچي داني ۽ بيضي داني هوندي آهي، جڏهن ته نر جي پيٽ ۾ پروٽيسٽ غدود هوندا آهن. پيٽ جي عضون کي ڍڪ ڏيندڙ پردو سنهو پردو پيريٽونيم ويڙهي رکندو آهي.

**پيٽ ٻڏي واري ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ تعلقي موري ضلعي نوشهري فيروز جي ديهه ٻڏي پيٽ ۾ واقع آهي. هيءَ ڍنڍ هينئر ڦٽي وئي آهي، پر ماضيءَ ۾ هن ڍنڍ ۾ مڇيءَ جي پيداوار اڻ لکي هوندي هئي، پران جي چئني ڪنارن تي آبي پکي نظر ايندا هئا.

**پيٽ جا ڪيڙا** (Worms/ Helminthes): هن وقت تائين جي تحقيق موجب ننڍا وڏا پيٽ جا ڪيڙا ڳاڻاٽي ۾ 135 قسمن جا ٿين ٿا، جيڪي پيٽ جا ڪيڙا گهٽي ياگي وڏن ماڻهن جي پيٽ ۾ ٻارن کي عام ٿين ٿا. پيٽ جا



پيٽ جا ڪيڙا

ڪيڙا گهڻي تعداد ۾ آنڊن ۾ ٿين ٿا ۽ اتي واڌ ويجهه به ڪن ٿا. باقي ٿوري تعداد ۾ معدي ۽ ويهڪ واري جاءِ (Rectum) ۾ به ٿين ٿا. ان ڪانسواءِ ڪي اهڙا به ڪيڙا آهن، جيڪي ٻار جي جيري، ڦڦڙن، دماغ ۽ مختلف قسمن جي اوجن (Tissues) ۾ ٿين ٿا. اهي سمورن قسمن جا ڪيڙا ٻار کي ڪنهن نه ڪنهن قسم جو نقصان پهچائيندا رهن ٿا.

**(الف) پيٽ جي ڪيڙن جا قسم** (Types of Worms): پيٽ جي 135 قسمن جي ڪيڙن کي انهن سڃاڻپ، خاصيت ۽ فعل جي حساب سان هيٺين چئن مکيه قسمن ۾ ورهائي سگهجي ٿو:

(1) سيڪيون/سمڪوين (OxyurisVermicularis Threadworms/Pinworms)

(2) گول ڪيڙا ( Ascaris Lumbricoides: Roundworms)

(3) چپٽرا / پٽي وارا ڪيڙا (Teenias:Tapeworms)

(4) ڪنڍيدار ڪيڙا (Hookworms Chnkylos Tomaduodenale)

**(1) سيڪيون/سمڪوين ((Threadworms/ Pinworms (Oxyuris Vermicularis):** هن قسم جي پيٽ جي ڪيڙن کي سيڪيون (سمڪيون) به سڏيندا آهن. ٻارن توڙي وڏن ماڻهن کي، ٻين پيٽ جي ڪيڙن جي پيٽ ۾ هي عام ٿين ٿا. هن قسم جا ڪيڙا وڏي آنڊي (Large Intestine) ۾ رهن ٿا، جتي هي ڪيڙا وڌن ۽ ويجهن ٿا. هن ڪيڙي جي مادي رکو بيدن لاءِ وڏو آنڊو ڇڏي هيٺ ويهڪ جي جاءِ (ٻچي) واري حصي ۾ لهي ايندي آهي، جتي پنهنجي عمر جي مختصر وقت ۾، جيڪو پندرهن ڏينهن جو مس ٿيندو آهي، هزارين بيدا لاهي ويندي آهي. هن ڪيڙي جا بيدا، (لاروا) ايترا ته گهڻا هوندا آهن جو پاڻمرادو ٻار جي پائخاني ۾ ٻاهر نڪري ايندا آهن. هن ڪيڙي جا بيدا يا لاروا ٻار جي ڪاڪوس ۾ نه به اچن، پر ڪيڙو خود ڪاڪوس ۾ نظر ايندو آهي. هنن قسمن جي ڪيڙن جي ڊيگهه 10 ملي ميٽر ٿئي ٿي، ٻين قسمن جي ڪيڙن وانگر پيٽ جي هن ڪيڙي جي مادي نر جي مقابلي ۾ ڊگهي ٿئي ٿي. هي ڪيڙا هميشه ڇڳن (Bunch) جي صورت ۾ ٿين ٿا، جيڪي سدائين پاڻمرادو ٻار جي ڪاڪوس ۾ نڪري ايندا آهن. هنن ڪيڙن جي اهائي سڃاڻپ ڪافي آهي ته هي ڪيڙا اڇي رنگ جا سنهڙا ڪولين وانگي ٻار جي ڪاڪوس تي چرندي نظر ايندا آهن.

ٻارن ۾ مٺين شين چاڪليٽ، ٽافين، پيسٽري، ڪيڪ، آئس ڪريم، مٺاين ۽ مٺين سوپارين، ميدي مان ٺهيل اهڙين شين جي کائڻ ڪري پيٽ ۾ هن قسم جا ڪيڙا ٺهن ٿا. ان ڪانسواءِ معصوم ۽ ننڍن ٻارن کي پاروٿو اڻ ڪڙهيل کير پيارڻ، بوتل ۾ گهڻيءَ دير تائين پاروٿو ڪري کير پيارڻ، ڏڌي جو کير پيارڻ ۽ ٽج پياڪ ٻارن جي مائرن پاران پاروٿي کاڌي کائڻ، فاسٽ فوڊ، ترپل شين ۽ آچار کائڻ ڪري ٻارن جي پيٽ ۾ سيڪيون ٿيڻ جو سبب بنجي ٿو.

جيئن ته هنن ڪيڙن جي رهڻ جو هنڌ ٻار جو وڏو آنڊو آهي، ان ڪري هن قسم جا ڪيڙا سولائيءَ سان وڏي آنڊي کان هيٺ ٻار جي ويهڪ جي جاءِ تائين پهچن ٿا. مادي ويهڪ جي جاءِ ۾ پهچي بيدا لاهيندي آهي، ماديءَ جي بيدن لاهڻ وقت نر به ماديءَ سان گڏ هوندو آهي، جيڪو ٻار جي ويهڪ جي جاءِ کي چڪ هڻندو ۽ پٽيندو رهندو آهي، ان ڪري ٻار جي ويهڪ جي جاءِ ڳاڙهي ٿي پوندي آهي ۽ هر وقت پئي پوسربي آهي. نر جي چڪ واري جاءِ تي ٻار کي بيقرار ڪندڙ خارش ٿيندي آهي. ٻار خارش جي بيقراريءَ ڪري ننڊ نه ڪري سگهندو آهي. ٻارن کي سڌو سمهاربو آهي ته اٿلي اونڌا ٿي پوندا آهن. ڪيترا ٻار ته پنهنجي ويهڪ جي جاءِ ۾ آڱريون ڦيريندا رهندا آهن، يا ويهڪ جي جاءِ کي ڪنهي پٽيندا رهندا آهن. (هيءَ سيڪن جي هجڻ جي پختي ۽ مضبوط علامت آهي.) وڏا ٻار ته سيڪين کان ٿيندڙ خارش جو ٻڌائي سگهندا آهن يا وري معصوم ٻارن جي سمهڻ وقت لوچ، پوچ يا ويهڪ جي جاءِ کي ڪنهڻ مان به سمجهي وٺبو آهي ته ٻارن کي سيڪيون آهن. ٽج پياڪ ٻار ته رات ڏينهن خارش کان بيزار ٿي روئيندا، رڙيون ۽ چيڙون ڪندا آهن. ڪي مائٽ ٻارن جي اهڙي بيزاري ۽ بيقراريءَ کي ٻار ۾ ڪن يا پيٽ جو اهنج سمجهي علاج ڪرائيندا آهن، جيڪو ۾ بيڪار ويندو آهي ۽ ٻار جي بيزاري ۽ بيقراري پنهنجيءَ جاءِ تي قائم رهندي آهي.

سيڪين جي چڪ پائڻ ۽ خارش واري جاءِ/ٻار جي ويهڪ جي جاءِ (چپ) جي چوڌاري اندران توڙي ٻاهران ننڍڙيون ننڍڙيون ڦوڙهيون ٿي پونديون آهن، جنهن ڪري ٻار جي ويهڪ جي جاءِ چوڌاري ڳاڙهي ڏسڻ ۾ ايندي آهي، هر وقت ٻار بيقرار ۽ بيزار رهڻ ڪري سندس بک ختم ٿي ويندي آهي، سندس دل ڪچي ٿيندي آهي، ۽ ڪيس هر وقت اٻڙڪا، اوڪارا (اوڪران) ايندا آهن. ٻار کي دست ۽ الٽيون ٿيندا آهن ۽ سندس ساهه ۾ بدبوءِ ٿي پوندي آهي، گهڻن ٻارن جي ته ننڊ به غائب ٿي ويندي آهي. بدن ۾ تيز بخار يا ڪٽس سدائين رهندي آهي. دائمي بيماري سبب تڪليف سبب هيٺيون بيماريون ٿي پونديون آهن.

(I) **لُندي آنڊي جي سوڄ ۽ سور (Appendicitis)**: لُندو آنڊو (Appendix)، وڏي آنڊي جو حصو آهي ۽ هن قسم جا ڪيڙا (سيڪيون) لندي آنڊي ۾ وڏي آنڊي جي ويجهو هجڻ ڪري هتي پهچي لندي آنڊي جي مٿئين تهه کي پٽيندا آهن، جنهن ڪري لندي آنڊي ۾ سوڄ ۽ سور ٿي پوندو آهي. لندي آنڊي جي سوڄ ۽ سور جو علاج آپريشن کانسواءِ ٻيو ڪو به نه آهي.

(II) **شرم گاهه جي سوڄ ۽ سور (Vaginitis)**: ننڍين ڇوڪرين (ٽوڙي وڏين عورتن) جي ويهڪ جي جاءِ سندن شرم گاهه جي ويجهو هئڻ ڪري پيٽ جا هي ڪيڙا (سيڪيون) عورتاڻي عضوي ۾ پهچي سوڄ ۽ سور سان گڏ خارش ڪري وجهندا آهن. معصوم نياڻين (ٽوڙي وڏين عورتن) جي پيٽ جي ڪيڙن (سيڪين) سميت پيٽ جي ڪيڙن مان پيدا ٿيندڙ سمورين تڪليفن جو پوري ڌيان سان علاج ڪرائڻ گهرجي.

(III) **مثاني جون تڪليفون (Urinary Bladder Ailments)**: هي ڪيڙا (سيڪيون) جيڪو ٻارن لاءِ جيڪو وڏو مسئلو ڪري وجهندا آهن، اهو هي آهي ته هي ڪيڙا ٻار جي ويهڪ جي جاءِ کان نڪري ٻن طريقن سان ٻار جي مثاني تائين پهچندا آهن. هڪ رت جي ناڙين جي ذريعي ۽ ٻيو پيشاب جي ناليءَ (Urethra) ذريعي، جتي هي مثاني ۾ پهچي چرپر ڪندا رهندا آهن. اها چرپر ٻارن کي هنڌ ۾ پيشاب ڪرڻ (Bed wetting) جي بيماري جو هڪ اهم ڪارڻ آهي. ڪن حالتن ۾ هنن ڪيڙن جي گهڻي چرپر سبب ٻار پنهنجي پيشاب کي روڪي نه سگهندا آهن ۽ ڪپڙن ۾ ئي ڪائڻ پيشاب وهي ويندو آهي.

جن ٻارن کي مثاني ۾ هن قسم جا ڪيڙا هوندا آهن، تن جي پيشاب ۾ به هن قسم جا ڪيڙا نڪرندا آهن. پيشاب ۾ نڪرندڙ ڪيڙا ٻار جي پيشاب جي ناليءَ جي مٿئين تهه ۾ چنبڙي پوندا آهن، جتي ٻار جي پيشاب جي ناليءَ ۾ سوڄ ۽ سور (Inflamation) ڪري وجهندا آهن.

(2) **گول ڪيڙا (Roundworms (Ascaris Lumbricoides))**: گول ڪيڙا شڪل شبيهه ۾ زمين ۾ رهندڙ ساپن جهڙا ٿيندا آهن. هن قسم جا ڪيڙا رنگ جا ڦڪا ٿيندا آهن، جڏهن ته ساپن جو رنگ ناسي يا مٽيءَ جي رنگ جهڙو ٿئي ٿو. هي ڪيڙا به جنسي ۽ نسلي خاصيت ۾ نر ۽ ماد ٿين ٿا. مادي نر کان ڊگهي ٿئي ٿي، نر جي ڊيگهه 15 کان 20 سينٽي ميٽر ٿئي ٿي، جڏهن ته ماديءَ جي ڊيگهه 30 کان 40 سينٽي ميٽرن تائين يا ان کان وڌيڪ ٿئي ٿي، باقي ٿولهه ۾ ٻئي جنسون 3 کان 5 سينٽي ميٽرن تائين ٿين. هن قسم جي پيٽ جا ڪيڙا ننڍي آنڊي (Small Intistine) ۾ ٿين ٿا، پر ڪڏهن ڪڏهن هي ڪيڙا مٿي معدي ۽ هيٺ ويهڪ جي جاءِ (چپ) ڏي به هليا ويندا آهن، جيڪي ٻارن جي ڪاڪوس وسيلي نيڪال به ٿيندا آهن.



هن قسم جي ڪيڙن جو لاروا (Larva) بيضي مان نڪرڻ کان پوءِ ڏاڍو هاڃيڪار ٿئي ٿو لاروا بيضي مان نڪرڻ کان پوءِ ننڍي آنڊي جي مٿاڇري واري نرم تهه واري بلغمي جهلي (Mucus Membrane) ٽڪي سوراخ ڪري رت جي ناڙين ۾ هليو ويندو آهي، رت جي ناڙين ذريعي هي لاروا ٻار جي گهڻن مختار (وڏن) عضون (Viscerans) ۾ پهچي اتي طرح طرح جون بيماريون پيدا ڪري وجهي ٿو جڏهن هي لاروا ڦڦڙن ۾ پهچي ٿو ته ساهه وارين ٽيلهين ۽ نلين ۾ سوڄ ۽ سور ڪري وجهي ٿو جنهنڪري ٻارن توڙي وڏن کي ساهه ۾ تنگي ٿي پوي ٿي. جڏهن هي لاروا ڪاڏي وارين نلين ۽ جهلين ۾ پهچي ٿو ته نڙيءَ ۾ نڙگهٽ جون ڪيتريون بيماريون ڪري وجهي ٿو جن ۾ ڪلين ۾ سور ۽ سوڄ، نڙيءَ ۾ خارش، نڙگهٽ ۾ سور، سوڄ ۽ آواز ويهي وڃڻ وغيره اچي وڃن ٿا. جڏهن هي لاروا دماغ ۾ پهچي ٿو ته ٻارن توڙي وڏن ماڻهن کي دماغي دورا، مرگهي ۽ جسم ۾ جهٽڪن ۽ ڏڪڻيءَ جي بيماري جو سبب بڻجي ٿو ان کانسواءِ هن ڪيڙي جو لاروا جڏهن جيري ۾ پهچي ٿو ته جيري جي فعل ۾ رخنو وجهي ٿو جنهنڪري رت جي ٺهڻ جو عمل ڊانوا ڊول ٿي وڃي ٿو ان ڪري ٻارن توڙي وڏن جي رت جي ٺهڻ جو عمل ويهي وڃي ٿو نتيجي ۾ رت جي گهٽتائي (Anaemia) جي بيماري ٿي پوي ٿي. هن ڪيڙي جو لاروا جڏهن مُک عضون ۾ پهچي ٿو ته اتي هي مٿيون بيماريون پيدا ڪرڻ کانسواءِ ٻن يا ٽن مهينن اندر واڌ ويجهه ڪري بالغ ٿئي ٿو.

هن ڪيڙي جون ڪي خاص علامتون (نشانيون) آهن. جن جي آڌار تي ليبارٽري ٽيسٽ کانسواءِ اسان کي هن قسم جي ڪيڙي جي خبر پئجي سگهي ٿي ته ٻار کي پيٽ ۾ گول قسم جا ڪيڙا آهن. جيڪي ٻئي علامتون ٻارن جا مائٽ خاص ڪري ماءُ، ڊاڪٽر جي پڇڻ تي يا هونئن به ٻڌائيندي، هڪ ته ٻار ننڊ ۾ ڏند ڪرٽيندو آهي. ڪي ٻار هڪ ئي وقت ڳيتون به ڏيندا آهن ۽ ڏند به ڪرٽيندا آهن.

ڳيتون ڏيڻ جو سبب اهو هوندو آهي ته هن قسم جا ڪيڙا ڪڏهن ڪڏهن ننڍي آنڊي مان نڪري معدي ۾ پهچي ويندا آهن. جتان ڪاڏي جي نليءَ (Esophagus) وسيلي ٻاهر وات مان نڪرڻ لاءِ مٿي وات ڏي چڙهندا آهن ته ڪاڏي جي نالي (نليءَ) ۾ سرڪو ۽ چرپر ٿيندي آهي، جنهن سرڪي ۽ چرپر کي ختم ڪرڻ لاءِ ٻار قدرتي طرح ننڊ ۾ ڳيتون ڏيندا آهن. اهڙيون ڳيتون ٻار جاڳندي به ڏيندا آهن، پر اهي ڳيتون مائٽن کي به محسوس نه ٿينديون آهن ۽ خود ٻار جو ڌيان به اهڙي سرڪي ۽ چرپر ڏي گهٽ ويندو آهي، ان ڪري ٻار جي ڳيتن جو عمل لڪائبو ڪونهي. ڏٺواهو ويو آهي ته گهڻو ڪري ٻار ڳيتون ڏيئي ڪيڙن کي نڙيءَ مان هيٺ لاهيندو آهي، جيڪڏهن ڳيتن باوجود ڪيڙا نڙيءَ کان هيٺ لاهي نه سگهيو ته ٻار کي الٽي ايندي، جنهن ۾ هي ڪيڙو ٻار جي وات مان نڪري ويندو آهي. الٽي ڪرڻ جو ٻيو به وڏو سبب اهو هوندو آهي ته نڙيءَ ۾ چرپر دوران هي ڪيڙو پنهنجي جسم مان اهڙو ڪيميڪل خارج ڪندو آهي جيڪو هڪ ته ذائقي ۾ تيزابي (۽ ترش) هئڻ سان گڏ بدبودار هوندو آهي. جو ٻار سهي نه سگهندو آهي ۽ الٽي ڪندو آهي.

ڏندن ڪرٽڻ جو سبب اهو هوندو آهي ته هي ڪيڙا جڏهن معدي کان مٿي چڙهي ڪاڏي جي نليءَ ۾ پهچندا آهن ته به اتان وات ڏي ٻاهر نڪرڻ

جي ڪوشش ڪندا آهن. انهيءَ ڪوشش دوران هي ڪيڙو پنهنجي جسم مان هڪ خاص قسم جو ڪيميڪل ٻاهر ڪيندو آهي، جيڪو ذائقي ۾ لوڻاٺيل ۽ ترش (Acid) هوندو آهي، جڏهن اهو ڪيميڪل ٻار جي ڏندن کي لڳندو آهي ته ٻار جا ڏند ڪتا تڙهه ٿي پوندا آهن ۽ لوڻاٽجي ويندا آهن. نتيجي طورٻار انهيءَ ڪتاڻ ۽ لوڻاٺي ذائقي کي لاهڻ لاءِ قدرتي طرح پنهنجا ڏند هڪ ٻئي سان گسائيندو آهي ته ڏندن مان ڪرٽي جو آواز نڪرندو آهي، جنهن کي "ڏند ڪرٽڻ" سڏبو آهي.

سنڌي سماج (ٻهراڙي توڙي شهر) ۾ ٻار جي ڏندن ڪرٽڻ جي عمل کي ڏاڏاڻن خاص طور ٻيءَ لاءِ سئو سنوڻ سمجهيو ويندو آهي، پر نياڻي ٻار جي ڏندن ڪرٽڻ کي ناناڻن خاص طور ماماڻن لاءِ سئو سنوڻ نه سمجهيو ويندو آهي، ماءُ ويچاريءَ لاءِ ويل ٿي ويندو آهي، ۽ سمجهندي آهي ناناڻن کي نقصان ضرور پهچندو. ان ڪري ماءُ ارهي ۽ پريشان هوندي آهي. ڪوڙ مائرون نياڻين کي ڏند ڪرٽڻ تي دڙڪا ۽ دهمان ڏينديون آهن ۽ وڏين نياڻين کي مار به ڪينديون آهن.

هن قسم جا ڪيڙا ٻارن ۾ گدلي پاڻي پيئڻ. ناقص خوراڪ کائڻ. گدلاڻ ۾ رهڻ ۽ مٽي کائڻ ڪري ٿين ٿا يا وري ٿَڃ پياڪ ٻارن کي ٿين ٿا، جن جون مائرون ڪتاڻ، آچار ۽ مٺيون کائين ٿيون. هن قسم جا ڪيڙا جڏهن به ٻارن کي ٿيندا آهن ته سندن بک ختم ٿي ويندي آهي ۽ ڪڏهن ٻارن کي بدهاضمو ڪڏهن قبضي ۽ ڪڏهن دست، ڪڏهن الٽيون ۽ ڪڏهن پيٽ ۾ سور ٿي پوندو آهي.نتيجي طور ٻار ڪڏهن ملول ته ڪڏهن چيڙاڪ هوندو آهي، ڪيترنٻارن جو پيٽ وڏي دهل وانگي وانگر ۽ ٽنگون سنهيون ٿي پونديون آهن. جيڪا ڪنگيءَ (Marasmus) جي بيماري سڏبي آهي. ياد رهي ته هي ڪيڙو ننڍي آنڊي مان روزانو ٻار جي پروٽين مان 0.1 گرام کائي وڃي ٿو.

**(3) چپٽا / پٽي وارا ڪيڙا ((Tapeworms/ Teenias)**: هن قسم جا ڪيڙا اڇي رنگ جا ٿين ٿا، هنن ڪيڙن جي جسامت ۽ شڪل شبيهه ۾ ڏاڍي ڏيچاريندڙ ٿيندي آهي، هن ڪيڙي کي مٿو، سنهي ڳچي ۽ منهن وٽ چار ڏِگهيون ناڙيون (نسترن وانگي) ٿين ٿيون. جيڪي ٻار جو رت چوسينديون آهن. ان ڪري هن قسم جي ڪيڙن کي رت چوسيندڙ (Blood Sucker) به چئبو آهي، هي ڪيڙا جنسي ۽ نسلي خاصيت جي حساب سان نر ۽ ماد ٿين ٿا، ڊيگهه ۾ هي 2 کان 8 ملي ميٽرن جا ٿين ٿا. ٻين ڪيڙن جي مادين وانگي هن ڪيڙي جي مادي به نر کان وڏي ٿئي ٿي. هن ڪيڙن جا لڳ ڀڳ ڇهه ٻيا به قسم ٿين ٿا:

(1) Taenia Solium, (2) Taenia Saginata, (3) Taenia Armata, (4) Taenia Cucumino, (5) Hymenolepisnana, (6) Diphyllobothin latum.

يورپ، برطانيا ۽ آمريڪا ۾ هن قسم جا ڪيڙا ڳائي ۽ سوئر (Pork) جي گوشت کائڻ سبب ٻارن توڙي وڏن ماڻهن ۾ ٿيندا آهن. جڏهن ته پاڪستان سميت دنيا جي ٻين ملڪن ۾ ڳائي گوشت ۽ مڇيءَ جي گوشت ۾ هنن ڪيڙن جا بيدا، پيوپا ۽ لاروا ٿين ٿا، جنهن جا ٻه سبب آهن، پاروٿو ڳائو گوشت ۽ پاروٿي مڇي، جنهن ۾ ڪيڙن پنهنجا بيدا لاهين ٿا. هي ڪيڙو قدرتي طرح پاروٿي ڳائي گوشت ۽ پاروٿي مڇيءَ ۾ يا اهڙي ڳائي مال جي گوشت ۾ ٿيندو آهي، جيڪو تلائن جو بيٺل پاڻي پيئندو آهي، جنهن پاڻيءَ ۾ انيڪ قسم جا جيوڙا هوندا آهن. ان پاڻيءَ ۾ هن قسم جو به جيوڙو هوندو آهي، جيڪو پلجي ٿي ڳائي مال جي رت تي ٿو. ائين گندن تلائن ۾ رهندڙ مڇيءَ ۾ مختلف قسمن جا جيوڙا ٿيندا آهن ۽ هن قسم جو جيوڙو مڇيءَ جي پيٽ ۾ هليو ويو وڃي ۽ بيدن مان ڪجهه پيوپا ۽ ڪجهه لاروا هجن ته اڌ رڌي ڳائي گوشت ۽ اڌ رڌي مڇيءَ مان ختم نه ٿيڻ جي صورت ۾ اهڙي گوشت ۽ مڇي کائڻ ڪري هنن ڪيڙن جا بيدا، پيوپا ۽ لاروا ٻار جي پيٽ ۾ پهچن ٿا، جيڪي آنڊن ۾ ٻن کان ٽن مهينن تائين رهي جوان ٿين ٿا.



چپٽا / پٽي وارا ڪيڙا

هنن ڪيڙن جي ڪري هاضمي جي خرابي ٿئي ٿي، ڪن ٻارن کي بک نه لڳندي آهي، ته ڪن ٻارن کي وري چتي بک لڳندي آهي، ۽ اهڙو ٻار هر وقت کائيندو رهندو آهي ۽ سندس پيٽ نه ڀربو آهي، گهڻي کائڻ جي باوجود ٻار ساڳائيندو ڪونهي ۽ ملول لڳو پيو هوندو آهي، ان ڪانسواءِ ٻار کي ڪڏهن پيٽ ۾ سور ته ڪڏهن دست هوندا آهن، جيڪڏهن هن قسم جو ڪيڙو ٻار جي پيٽ کان نڪري رت جي ناڙين ذريعي دماغ ۾ پهچندو آهي ته دماغ ۾ ٻن قسمن جو خلل ڪري وجهندو آهي: (i) دماغي دورا (جهٽڪا) پون ٿا، ۽ (ii) ٻار جون اکيون ٻاڏيون/ ٽرڙيون (Strabismus).

**(4) ڪنبيدار ڪيڙا (Hookworms Ankylostomaduodenale)**: هي ڪيڙا ٻار جي پيٽ ۾ پيرن جي چمڙيءَ جي وسيلي ان وقت داخل ٿيندا آهن، جڏهن ٻار پيرين اگهاڙو گهمندو آهي، هي ڪيڙا به پنهنجي جنسي ۽ نسلي خاصيت جي ڪري نر ۽ ماد ٿين ٿا، مادي نر کان ڊگهي ٿئي، ماديءَ جي ڊيگهه 12 کان 18 ملي ميٽر ٿئي ٿي، جڏهن ته نر جي ڊيگهه 8 کان 10 ملي ميٽر ٿئي ٿي. هن ڪيڙي



جي ٿولهه ڪا گهڻي نه ٿي ٿئي، وڌ ۾ وڌ 0.5 کان 1 ملي ميٽر ٿئي ٿي. جڏهن هن جو لاروا پيرن جي چمڙيءَ تي چڙهي ٿو ته چمڙيءَ ۾ سوراخ ڪري ٿو ۽ اتان ننڍي آنڊي (Small Intestine) ۾ پهچي ٿو جتان ڪڏهن ڪڏهن ننڍي آنڊي کي سوراخ ڪري رت جي ناڙين ذريعي دل ۽ ڦڦڙن ۾ پهچي ٿو هن ڪيڙي کي مائڪرو اسڪوپ (خوردبينيءَ) سان ڏسبو ته هن

جو منهن ڪنڌي وانگي ڏسڻ ۾ ايندو. جنهن مان هي به ڪم وٺي ٿو هڪ چيرڦاڙ جو هيورت پيئڻ جو هن ڪيڙي جي منهن وارو حصو سندس جسم کان وڌيڪ سخت ۽ ڦڙت ٿئي ٿو.

هي ڪيڙا جڏهن به ٻار جي ننڍي آنڊي ۾ هوندا آهن ته ڪثرت سان رت پيئندا رهندا آهن. جنهنڪري ٻار کي رت جي گهٽتائيءَ (Anemia) جي بيماري ٿي پوندي آهي. جيڪي اڳي ئي رت جي گهٽتائي جي بيماريءَ ۾ وڪوڙيل هوندا آهن، سي ويتر ڪمزور ٿي ويندا آهن. سندن منهن ڦڪو/ پيلو، منهن تي آموس ۽ پيرن تي ٿوٿر هوندي آهي. جڏهن هي ڪيڙا دل يا ڦڦڙن ۾ پنهنجو ديرو ڄمائيندا آهن ته ٻار کي ساهه ۾ تنگي، دل جو ڌهڪو ۽ بدن ۾ ساٽائي ۽ ڪمزوري ڪري وجهندا آهن. دل ۽ ڦڦڙن جو رت پيئندا آهن.

هن قسم جي ڪيڙن جي گهڻائي اهڙن ٻارن کي ٿئي ٿي، جيڪي غريب ۽ پوئتي پيل علائقن خاص ڪري انهيءَ هنڌ رهن ٿا، جتي ماڻهو ڳتيل آبادين، ڪچين جاين، جهوپڙين، گدلين جاين، وڏن نالن ۽ بيٺل پاڻيءَ جي تلائن ويجهو رهن ها، اهڙن علائقن جا ٻار ۽ مائٽ پنهنجي ٻارن جي صفائي ۽ سترائيءَ جو خيال نه ٿا رکن ۽ ٻار گهڻو ڪري پير ۽ پنا اگهاڙا ڪري گهمندا رهن ٿا ۽ سمهڻ وقت اگهاڙن پيرن کي ڌوئي نه سمهندا آهن.

**(ب) پيٽ جي ڪيڙن کان بچڻ لاءِ اڳواٽ اپاءَ (Preventive Measures):**

(i) ٻارن کي مٺيون شيون، ڪيڪ، پيسٽريون، ٽافيون، ميدي مان ٺهيل شيون، اڻ پڪل ۽ ترش فروٽ ۽ ڪچيون (اڌ رڌل) ڀاڄيون نه کارائجن، اهڙين شين کارائڻ سان ٻار جي پيٽ ۾ خميرو ٺهي ٿو جيڪو ٻار جي پيٽ ۾ سيڪين (سموڪوئن) ٺهڻ جو سبب بڻجي ٿو تڇ پياڪ ٻار جي ماءُ کي پڻ هي شيون کائڻ نه کپن.

(ii) ٻارن کي هر ڪنهن قسم جو گوشت خاص ڪري ڳئون گوشت، مڇي يا اڌ رڌي ڀاڄي نه کارائجي نه ته ڪيس پٽي وارا (چيٽرا) (Tapeworms) ڪينئان ٿي پوندا. اهڙيون ساڳيون شيون تڇ پياڪ ٻار جي ماءُ کي به نه کائڻ گهرجن نه ته سندس ٻار کي چيٽرا (پٽي وارا) پيٽ جا ڪيڙا ٿي پوندا.

(iii) ننڍن ۽ ريڙهيون پائيندڙ ٻارن کي، مٽي، پٿريون ۽ پٽين جا ڇاپڙ کائڻ نه ڏجن. تڇ پياڪ ٻار جي ماءُ کي ڪتيون شيون، آچار ۽ ميٺ کائڻ نه کپي، ٻار کي گدلو اڻ ڇاڻيل پاڻي، پاروٿو اڻ ڍڪيل کير، اڻ ڇاڻيل ۽ اڻ ڪڙهيل کير نه پيارجي، ٻار کي کاڌو صاف سٿرو، پورو پنو ۽ رڌل کارائجي، اڻ ڍڪيل، بچيل کاڌو نه کارائجي نه ته ٻار کي گول قسم جا ڪيڙا (Round worms) ٿي سگهن ٿا.

(iv) گهڻن ٻارن جي عادت ٿئي ٿي ته اهي پنهنجون آڱريون وات ۾ وجهندا آهن يا ڏندن سان پنهنجا ننهن ڪتريندا (ٽڪيندا) آهن، اها مائرن جي به عادت ٿيندي آهي ته تڇ ڏارائڻ وقت پنهنجي هٿن جا ننهن وات ۾ ڪتريندي رهنديون آهن. اهڙي عادت کان ٻارن ۽ تڇ پياڪ ٻارن جي مائرن کي پاسو ڪرڻ گهرجي.

(v) هنهي صورتن ۾ ٻار کي پيٽ ۾ ڪيڙا هجن يا نه هجن، کاڌي کارائڻ کان اڳ ۽ پوءِ ٻار جا هٿ ڌورائجن. جيڪڏهن ٻار ننڍو آهي ۽ پاڻ کاڌو کائي نه ٿو سگهي ته ان کي ڪو نه ڪو گهر جو ڀاتي کاڌو کارائي ٿو ته ٻار کي کاڌو کارائڻ وارو پنهنجا هٿ چڱي طرح ڌوئي.

(vi) ننڍڙو ٻار جڏهن به ڪاڪوس ۾ وڃي ۽ طهارت ڪرڻ کان پوءِ سندس هٿ ماءُ يا ڪو ٻيو گهر جو ڀاتي صابڻ سان ڌورائي، جيڪڏهن ٻار وڏو آهي ته پاڻ پنهنجا هٿ صابڻ سان ڌوئي، هر ڪاڪوس ڪرڻ کان پوءِ ٻار کي هٿ ڌوئڻ جي عادت وجهڻ گهرجي.

(vii) جن ٻارن کي پيٽ ۾ ڪيڙا هجن، تن جو هٿن ڌوئڻ ۽ وهنجڻ جا ٽوال ٻين ٻارن کان جدا ڪجن.

(viii) جنهن به ٻار کي پيٽ ۾ ڪيڙا هجن ته ان کي ٻين صحتمند ٻارن سان گڏ نه سمهارجي نه ئي ان سان ڪين صحتمند ٻارن جي هنڌ تي سمهارجي.

(ix) جنهن به ٻار کي پيٽ ۾ ڪيڙا هجن ته ان جي اوبر پاڻي يا ماني هٿي صحتمند ٻار کي نه پيارجي ۽ نه کارائجي، نه ئي ڪنهن صحتمند ٻار کي پيٽ جي ڪيڙن واري مريض جي ٿانو ۾ پاڻي پيارجي، نه ئي ان سان گڏ ماني کارائجي.

(x) جنهن به ٻار جي پيٽ ۾ ڪيڙا هجن، ان جي هٿن يا پيرن جا ننهن وڌڻ نه ڏجن ۽ سندن ننهن جلدي ڪٽي ڇڏجن.

**پيٽراعظم:** پيٽراعظم دنيا جي مشهور شخصيتن ۾ شامل آهي. پيٽراعظم جو جنم 1672ع ڌاري ماسڪو ۾ ٿيو پيٽراعظم کي روس جي سمورن زارن (روس جي بادشاهه جو لقب) ۾ اهم ترين شخصيت طور مڃيو وڃي ٿو روس کي دنيا جي وڏي طاقت بنائڻ ۾ هن اهم ڪردار ادا ڪيو هو. سندس پيءُ جو نالو زار اليڪسز ۽ ماءُ جو نالو نتاليه نرشڪينا هو. پيٽر اجا چئن سالن جو هو ته سندس پيءُ وفات ڪري ويو. اليڪسز کي ٻي گهر واريءَ مان تيرهن ٻار هئا. پيٽر جڏهن سياست ڪرڻ جهڙو ٿيو ته تخت جي لالچ ۾ هن خاندان ۾ سرد جنگ ڇڙي



وئي ۽ پيٽر کي جان بچائي ملڪ مان ڀڄڻو پيو. ڪيترن سالن تائين پيٽر جي ويڳي ڀيڻ صوفيه نائب بادشاهه رهي. جنهن کي 1689ع ڌاري ان عهدي تان هٽايو ويو، ان سان پيٽر جي تخت حاصل ڪرڻ جو رستو کلي پيو. تخت جو رستو آسان ٿي پيو. 1698ع ڌاري پيٽر روس موٽي آيو ۽ روسي رياست کي مغربي جديد تهذيب، تمدن ۽ ٽيڪنالاجيءَ سان روشناس ڪرايو. پيٽر جي دور ۾ روس جي نيوي فوج جو بنياد وڌو ويو. زميني فوج کي مغربي طرز سان تشڪيل ڏنو ويو ۽ انهن کي وردين ۽ جديد هٿيار ڏنا ويا. سماجي معاملن ۾ پيٽر مغربي تهذيب کي متعارف ڪرايو. هن حڪم جاري ڪيو ته هر ماڻهو ڏاڙهي ڪوڙائي ۽ ڪورٽ ۾ مغربي طرز جو لباس استعمال ڪيو وڃي ۽ اتي سگريٽ ڇڪڻ ۽ ڪافي پيئڻ جي اجازت ڏني وڃي. ملڪ جي اندروني معاملن سان گڏوگڏ هن روس جي ڏاکڻي حصي ۾ ترڪي ۽ اتر طرف ۾ سويڊن ملڪ جا ڪجهه علائقا پنهنجي قبضي هيٺ آندا. 1696ع ڌاري روس ازوف نالي ترڪيءَ جو بندرگاهه پنهنجي قبضي هيٺ آندو. جيڪو 1711ع ڌاري ترڪيءَ کي موٽائي ڏيڻ تي مجبور ٿيو. 1709ع ڌاري روس جي پولينڊ سان جنگ لڳي، جنهن ۾ روس سويڊن جا ڪجهه علائقا اسٽونيا، لٽويا ۽ فن لئنڊ فتح ڪيا. هي علائقا بالٽڪ سمنڊ Baltic Sea (جنهن کي 'يورپ جي دري' چيو وڃي ٿو) جي ڪري مشهور هئا. پيٽر نيوا درياهه جي ڪناري تي 'پيٽرز برگ' نالي شهر تعمير ڪرايو. 1712ع ڌاري هن روس جي گاديءَ جو هنڌ 'ماسڪو' مان منتقل ڪري، 'پيٽرز برگ' ۾ مقرر ڪيو.

جيتوٽيڪ پيٽر جي دور ۾ ڪافي سرمائيدار ۽ سياسي طبقي جا ماڻهو سندس پاليسين جي خلاف هئا، پر ان جي باوجود هن کي روس جي 'زارن' ۾ عظيم ترسمجهيو وڃي ٿو. پيٽر اعظم جي وفات 1725 ڌاري 'پيٽرز برگ' ۾ ٿي.

**پيٽر، سينٽ** (Peter, St): حضرت عيسيٰ عليه السلام جي مشهور 12 حوارين (صحابين/ساٿين) مان هڪ. جنهن ابتدائي ڪليسيا جي قيادت ۽ تبليغ ڪئي، جنهن کي روايتي طور روم جو پهريون بشپ مڃيو وڃي ٿو. حضرت پولرس جا خط، چار اناجيل (انجيل جو جمع) پيٽر بابت معلومات جو بنيادي ماخذ آهن. انهن تحريرن ۾ پيٽر بابت ڪيتيون ئي مستند روايتون ملن ٿيون، پيٽر کي ڪليسا (Church) جو بنياد وجهندڙ چيو وڃي ٿو. چو ته چيو وڃي ٿو ته يسوع ان کي اها ئي حيثيت ڏني هئي. پال عيسائيت قبول ڪرڻ جي ٽن سالن کان پوءِ يروشيلم ۾ پيٽر سان مليو ۽ انطاڪيه ۾ ٻنهي ۾ شديد اختلاف راءِ ٿيو. پيٽر پنهنجي زال سان گڏ تبليغي مشن تي نڪتو ۽ روم ۾ قتل ٿيو. مغرب ۾ حواري پيٽر جو يوم ضيافت 22 فيبروريءَ تي ملهايو ويندو آهي.

**پيٽروليم**: لفظ پيٽروليم لاطيني زبان مان ورتل آهي، هي لفظي مرڪب ٻن لفظن: "پيٽرا (Petra)" معنيٰ پٿر ۽ "اوليم" معنيٰ تيل مان جڙيل آهي. اهڙيءَ طرح لفظ پيٽروليم جي لفظي معنيٰ پٿر جو تيل آهي. پيٽروليم جا جزا زمين جي هيٺيان ملن ٿا، ان ڪري ان کي زميني تيل، معدني تيل يا ڪروڊ آئل (Crude Oil) چئي سگهجي ٿو.

**پيٽروليم- توانائيءَ جو ذريعو (Petroleum As a Source of Energy):** پيٽروليم توانائيءَ جو هڪ وڏي ذريعو آهي. هن وقت سڄي دنيا توانائيءَ جي



زمين مان پيٽرول نڪرڻ جو هڪ منظر

هن ذخيري مان ڪيترين ئي ضرورتون پوريون ڪري رهي آهي. دنيا ۾ پيٽروليم جا وڏا ذخيرا سعودي عرب، ايران، عراق، لبيا ۽ ڪويت ۾ آهن. ان کان سواءِ باقي دنيا يعني روس، ڪئناڊا، ميڪسيڪو وينيزولا ۽ آمريڪا ۾ به پيٽروليم گهٽي مقدار ۾ موجود آهي. پاڪستان ۾ به پيٽروليم جي تلاش زور شور سان جاري آهي. اڄڪلهه پوٺوهار ۾ ميال، سنڌ جي خاصخيلي فيلڊ حيدرآباد، ضلعي گهوٽڪي، دادو، ڄامشورو ۽ بدين ۾ تيل ڳولي ڪڍيو ويو آهي. انهن سڀني هنڌن تان حاصل ٿيندڙ پيٽروليم ملڪ جون فقط 40 سيڪڙو ضرورتون پوريون ڪري ٿو.

پيٽروليم ۾ موجود مختلف مرڪبن کي هڪ ٻئي کان جدا ڪرڻ واري عمل کي رفائنري چئبو آهي. سڀني مرڪبن کي خالص ڪرڻ بدران مختلف جوش جي درجن وارا مختلف حصا جدا ڪيا ويندا آهن. جنهن عمل کي "حصيدار چڪائڻ" چئبو آهي ۽ اهو عمل بخارجڻ ۽ ڄمائڻ تي مشتمل هوندو آهي. هن عمل ۾ استعمال ٿيندڙ سامان جا ٽي اهم حصا هوندا آهن:

(i) ٻٺي (Still)، (ii) ڀاڱا ڪندڙ ٽاور (Fractionating Tower) ۽ (iii) ڪنڊينسر (Condenser).

پهرين پيٽروليم کي ٻٺيءَ اندر 350 °C کان 400°C تائين گرم ڪيو ويندو آهي. جيئن ته هيءَ عمل داب هيٺ ٿيندو آهي، ان ڪري نه پيٽروليم ٽهڪندو آهي ۽ نه وري بخارن ۾ تبديل ٿيندو آهي. هتان گرم پيٽروليم کي اٽڪل 300 ميٽر بلند ٽاور ۾ پهچايو ويندو آهي، جتي داب گهٽ هئڻ ڪري پاڻياٺو پيٽروليم بخارن ۾ تبديل ٿي ويندي آهي، نتيجي طور هائيڊروڪاربانس جي ٽهڪڻ پد جو درجو سڀ کان گهٽو هوندو آهي، مثلاً اسفالٽ. هن جا بخار ٽاور جي هيٺئين حصي ۾ پاڻياٺ ۾ تبديل ٿي ويندا آهن ۽ جن هائيڊروڪاربانس جو ٽهڪڻ - پد سڀ کان گهٽ هوندو آهي (جهڙوڪ گئسولين) ان جا بخار ٽاور جي مٿئين حصي مان ڪنڊينسر مان داخل ٿي پاڻياٺ جي صورت اختيار ڪندا آهن.

ٽاور جي مختلف حصن ۾ هائڊرو ڪاربانس جا بخار پائيپن ذريعي ڪنڊينسر ۾ داخل ٿي پاڻياٺ ۾ تبديل ٿيندا آهن ۽ انهن کي مختلف ٽانڪين ۾ گڏ ڪيو ويندو آهي. واضح رهي ته هن عمل ذريعي فقط پيٽروليم کي مختلف جزن يا ڀاڱن ۾ ورهائبو آهي ۽ مرڪب خالص حالت ۾ حاصل نه ٿيندا آهن. مرڪبن کي خالص حالت ۾ حاصل ڪرڻ لاءِ انهن کي ٻيهر "حصي وار چڪايو" ويندو آهي ته جيئن انهن مان غلاظتون نڪري وڃن.

پيٽروليم جا اهم ڀاڱا:

| ٽهڪڻ پد | ترڪيب | سڃاڻپ | استعمال |
|---|---|---|---|
| 0 -°C 30 | $C_1 - C_4$ | گئس | گئس مينول (ٻارڻ) |
| 30 -°C 60 | $C_s - C_7$ | پيٽروليم ايٿر | ڳرندڙ |
| 60 -°C 100 | $C_7 - C_8$ | لگرائن | ڳاريندڙ |
| 70 -°C 150 | $C_8 - C_9$ | گيسولين | موٽر فيول |
| 175 -°C 300 | $C_{10} - C_{16}$ | ڪيروسين (گاسليٽ) | ڊيزل فيول |
| 300°C کان مٿي | $C_{16} - C_{18}$ | گئس آئل | ڊيزل فيول |
| | $C_{18} - C_{20}$ | ويڪس آئل | ليوبريڪيٽنگ آئل، ڪريڪنگ آئل |
| | $C_{20} - C_{40}$ Above $C_{40}$ | پيرافن ويڪس | ميڻ بتي، ويڪس پيپر |
| | | ڏامر | واٽر پروفنگ، روفنگ ٽار، روڊ مٽيريل |

هڪ سؤ ليٽر پيٽروليم مان عام طور هيٺيون شيون حاصل ٿين ٿيون:

| | |
|---|---|
| 1. گيسولين | 43.4 ليٽر |
| 2. فيول آئل | 37.6 ليٽر |
| 3. ڪيروسين آئل | 4.2 ليٽر |
| 4. لوبريڪيٽنٽ آئل | 2.0 ليٽر |
| 5. ڊامر | 11.0 ليٽر |
| 6. ٻيون مختلف شيون | 1.8 ليٽر |

پيٽروليم مصنوعات ۾ پيٽرول، ڊيزل ۽ گاسليٽ وغيره صنعتي ميدان ۾ نهايت اهم ڪردار ادا ڪن ٿيون.

پاڪستان ۾ تيل جي وڏيڪ مقدار جي دريافت نہ ٿي سگهيو آهي. انهيءَ ڪري ملڪي ضرورتن کي پوري ڪرڻ لاءِ پيٽروليم درآمد ڪيو ويندو آهي. پيٽروليم پاڪستان جي جيڪو ڍليان، جوياميئر، خاصخيلي فيلڊ وغيره مان ڪڍيو وڃي ٿو ان کي پاڪستان آئل فيلڊ لميٽڊ جي رفائنريءَ ۾ صاف ڪيو وڃي ٿو. باقي درآمد ڪرڻ لاءِ تيل صاف ڪرڻ جون ٽي رفائنريون قائم ڪيون ويون آهن جيڪي هيٺيون آهن:

(i) پاڪستان آئل رفائنري، (ii) اٽڪ آئل رفائنري (پاڪستان آئل فيلڊ ليميٽڊ) ، (iii) نيشنل آئل ريفائنري ۽ (iv) پاڪ عرب آئل ريفائنري.

سنڌ ۾ خاصخيلي فيلڊ کان سواءِ گهوٽڪي، خيرپور، بدين، جوهي، ٽنڊو محمد خان، ٽنڊو الهيار، سانگهڙ، لاڙڪاڻي، جيڪب آباد، ٺٽي جي جاتي واري علائقي ڄامشوري ۽ مٽياريءَ جي علائقن ۾ پڻ تيل جا ذخيرا ڳوليا ويا آهن، جتي پلانٽ لڳائي وڌيڪ تحقيق ڪئي پئي وڃي.

**پيٽرونس ٽاور:** 1998ع ۾ ملائيشيا ڪُئالالمپور شهر ۾ پيٽرونس ٽاور تعمير ٿيا، جن جي چوٽين جي اوچائي آمريڪا جي شڪاگو ۾ اڏيل "سيئرس ٽاور" کان بہ 33 فوٽ وڌيڪ بلند يعني 1483 فوٽ آهي. سيئرس ٽاور جو سڀ کان مٿين ماڙ ماڻهن جي استعمال ۾ اچي ٿي، جيڪا پيٽرونس ٽاورن جي آخري ماڙ کان 200 فوٽ وڌيڪ اوچائيءَ تي اڏيل آهي ۽ ان جون اينٽينائون اچا مٿي آهن، پر ان جي مجموعي اوچائي پيٽرونس ٽاور کان 33 فٽ گهٽ آهي.

پيٽرونس ٽاور ملائيشيا جي معاشي خوشحالي ۽ مذهبي استقلال جي علامت طور موجود آهن.

هنن ٽاورن جي ڪامپليڪس ۾ شاپنگ سينٽر، رانديـن جون ڪلبون، ونڊرگاهون، پيٽروليم، ميوزيم، سمفني هال، ملٽي ميڊيا ڪانفرنس هال ۽ هڪ عظيم الشان مسجد، عمارت سازيءَ جي اعليٰ معيار موجب تعمير ٿيل آهن. ان کان سواءِ ان ۾ 4500 موٽر ڪارن جي بيهارڻ لاءِ هڪ زير زمين گيريج بہ هنن ٽاورن هيٺان موجود آهي. ٽاورن جي فرش (Floors) جو نقشو اٺڪنڊن تارن (Eight Pointed Stars) جهڙو آهي، جيڪو ملائيشيا جي اسلامي عمارت سازيءَ جي علامت طور اختيار ڪيو ويو آهي.

هي ٽاور 88 ماڙن تي مشتمل آهن ۽ ٻائيتاليهينءَ ماڙ وٽ فولاد جي لچڪيدار پُل وسيلي ڳنڍيل آهن. جيڪا پل 192 فٽ ڊگهي ۽ 750 ٽن وزني آهي. پئرس شهر ۾ ٺهيل ايفل ٽاور 985 فوٽ اوچو آهي. نيويارڪ شهر جي امپائير اسٽيٽ بلڊنگ 1250 فوٽ اوچي آهي. شڪاگو شهر ۾ اڏيل سيئرس ٽاور 1454 فوٽ اوچو آهي. پر پيٽرونس ٽاورن جي اوچائي هنن ٽنهي ٽاورن کان وڌيڪ يعني 1483 فوٽ آهي. انٽرٽينمينٽ (Entrainment) نالي فلم پيٽرونس ٽاورن ۾ فلمائي وئي هئي، جنهن ۾ مشهور اداڪارن سين ڪونري (Sean Connery) ۽ ڪيٿرين زيٽا جونز (Catherine Zeta Jones) ڪردار ادا ڪيو هو.


پيٽرونس ٽاور

هنن ٽاورن جي تعمير ۾ 36910 ٽن فولاد استعمال ٿيو آهي. ٻنهي ٽاورن ۾ ڪُل ٻٽيهہ هزار دريون آهن. سمورين درين کي فقط هڪ ڀيرو ڌوئي صاف ڪرڻ ۾ مهينو لڳندو آهي، پر زمين کان وٺي ٽاورن جي آخري ماڙ تائين لفٽ ذريعي پهچڻ ۾ فقط 90 سيڪنڊ يعني صرف ڏيڍ منٽ لڳي ٿو. هنن ٽاورن جي تعمير 1992ع ۾ شروع ٿي ۽ اهي 1998ع ۾ جڙي راس ٿيا. هنن ٽاورن جي اڏاوتي منصوبي جو نالو "ڪُئالالمپور سٽي سينٽر" هو.

هي ٽاور 452 ميٽر يعني 1483 فوٽ بلند آهن. ٽاورن ۾ زمين جي سطح کان مٿي 88 ماڙيون ٺهيل آهن. جن مان پنج ماڙيون زير زمين بہ ٺهيل آهن. هر هڪ ماڙ جي ديگهہ (اوچائي) 4 ميٽر يعني 13 فوٽ آهي. ٽاورن ۾ 39 لفٽون نصب ٿيل آهن.

**پيٽ ڦاٽو:** پرت جو هڪ قسم. ڦلڙيءَ جو هي قسم تمام گهٽ يا معمولي سمجهيو وڃي ٿو. جيتوڻيڪ هيءَ گل جو هڪ قسم آهي، جنهن جو اندريون دائرو بلڪل خالي ٿئي ٿو دائري جي مٿان سخت قسم جون ٽي يا وڌ ۾ وڌ چار پتيون ناهيون آهن. ڦلڙيءَ جو هي قسم گهڻو محنت طلب نہ آهي ۽ نہ ئي ايڏو مقبول آهي، ڇاڪاڻ تہ منجهس ايڏي سونهن ڪا نہ ٿئي. انهيءَ کان سواءِ سگهڙ زالون گلن جا ٻيا بہ ڪيترائي قسم ڳاني کي سونهن وارو بنائڻ لاءِ ٽاڪينديون آهن.

**پيٽن، رائوس** (Rous, Peyton): پيٽن رائوس 15 آڪٽوبر 1879ع تي بالٽي مور، آمريڪا ۾ ڄائو. پاڻ جان هاپڪنز (John Hopkins) ۽ مشي گن (Michigan) يونيورسٽين ۾ تعليم حاصل ڪيائين. 1909ع ۾ هو طبي تحقيق لاءِ راڪ فيلر انسٽيٽيوٽ ۾ شامل ڪيو ويو ۽ سندس باقي عمر انهيءَ اداري ۾ گذري. هاڻي تہ اهو ادارو يونيورسٽي بہ بنجي چڪو آهي.



موصوف کي ڪڪڙين جي رسولين تي ڪم ڪندي ڪئنسر جي وائرس بابت خبر پئي. هن ڪئنسر جي بيماريءَ تي تمام گھڻي ريسرچ ڪئي. ان ڪري ڪيس ڪئنسر وائرس ڳولي لهڻ تي 1966ع ۾ ڊاڪٽر هگنز سان گڏ نوبل پرائيز ڏنو ويو. هن رت کي محفوظ رکڻ جي ٽيڪنيڪ به ڳولي لڌي. جنهن ڪري پهرين بلڊ بئنڪ به انهيءَ اداري ۾ ٺاهي رت کي محفوظ ڪيو ويو. سندس وفات 16 فيبروري 1970ع تي نيويارڪ ۾ ٿي.

**پيٺو:** ڪورڪي ڪم جو هڪ اصطلاح. ڪپڙي جي ويڪر واربون تندون. ڊيگهه وارين تندن کي 'تاڃي' چئبو آهي. هي اصطلاح نه فقط ڪپڙي جي اوڃي ۾، پر انهيءَ قسم جي هر ڪنهن اوڃي ۾ ڪم آندو ويندو آهي. جهڙوڪ: ڪٽ واڻڻ، فراسيون ٺاهڻ، ٽوال ٺاهڻ ۽ اڳٹ ٺاهڻ وغيره.

**پيٺو/ ولائتي گدرو:** پيٺي کي انگريزيءَ ۾ White Pumpkin/Ash Gourd، لاطينيءَ ۾ Benin Easa Hispida، عربيءَ ۾ محدبہ، فارسيءَ ۾ بزدبہ، سنسڪرت ۾ ڪوشماند، گجراتيءَ ۾ پدڪولون، هنديءَ ۾ پيٺا ۽ بنگاليءَ ۾ چاڪ مورا چيو ويندو آهي. هن جو تعلق Cucurbitaceae جي آکهہ سان آهي.



پيٺو

هي هڪ مشهور ڦل آهي. جنهن جي ول ٿيندي آهي. هن جا پن وڏا چئن کان ڇهه سينٽي ميٽر ڊگها ۽ گجيارا ٿين ٿا. هن جو ڦل ڀاڄيءَ ۽ دوا طور استعمال ٿيندو آهي. ٻج دوا يا طبي مقصدن لاءِ وابرايا وڃن ٿا. هن جو حلوو ٺاهيو وڃي ٿو. جيڪو مقوي، بدن ۽ دل کي فرحت ڏئي ٿو. هن جو ڦل گدري وانگر هوندو آهي، پر ڊيگهه ۾ وڏو ۽ ويڪرو. گهٽ ۾ گهٽ پنج ست ڪلو ٿئي ٿو. سنڌ ۾ گهٽ، پر پنجاب ۾ ڪثرت سان پوکيو وڃي ٿو.

**پيٺي:** هن کي زالون 'اُبٽڻ' به چونديون آهن. ڪڻڪ جي اٽي ۾ ڪجهه هئڊ ۽ سرنهن جو تيل ملائي، گچ وانگر ٺاهبو آهي. جيڪو شاديءَ کان اڳ، ڪنوار ۽ گهوٽ جي هٿن پيرن توڙي پئي جسم تي لڳائي، مالش ڪئي ويندي آهي. انهيءَ مالش ڪرڻ سان رنگ چٽو ٿيندو آهي.(**وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو: اُبٽڻ/ اُبٽڻ- جلد پهريون**).

**پيٺي:** ٿر ۾ شاديءَ جي هڪ رسم، جنهن کي "پيلي چاڙهڻ" چيو ويندو آهي. ان ۾ گهوٽ يا ڪنوار کي "ونواهه" ۾ ويهارڻ کان پوءِ مُگ پيهي، اٽو ٺاهي، ان ۾ ٿورو گيهه ۽ هئڊ ملائي، ڳوهي، پيلي يا "پيٺي" تيار ڪري، اُها روزانو گهوٽ ۽ ڪنوار جي بُت تي مليندا آهن. ائين ڪرڻ سان بدن اُجرو ٿيندو آهي. جيڪڏهن عورت آهي ته، چار عورتون ٻه پرٽيل ۽ ٻه ڪنواريون، نمبر وار گهوٽ يا ڪنوار کي هڪ ننڍيءَ منجيءَ تي ويهاري پنهنجي ساڄي ٻانهن، کاٻي طرف ۽ کاٻي ٻانهن ساڄي طرف ڪري، پنهنجون ٻيئي ڇيچون پيليءَ ۾ ٻوڙي، پهرين گهوٽ يا ڪنوار جي پيرن ۽ پوءِ گوڏن ۽ آخر ۾ ڪلهن تي لڳائي هٿ سڌا ڪندا آهن. هڪ هڪ ڄڻو چار يا پنج دفعا ائين ڪندو آهي. ان کان پوءِ چار ئي ڄڻا گڏجي گهوٽ کي پيٺي مليندا آهن. جيڪا "ڄڃ چڙهڻ" تائين جاري رهندي آهي، ايستائين ونواهه ۾ ويٺل گهوٽ يا ڪنوار کي وهنجڻو نه پوندو آهي. اڄڪلهه ڪلهه ڪنوارون بيوٽي پارلر تي تيار ٿيڻ وينديون آهن.

**پيپُ:** هيءُ لفظ ڪنهن خاص قسم جي وڏي دٻي لاءِ ڪم ايندو آهي، هي پورچوگيزي ٻوليءَ جو لفظ آهي ۽ سنڌ ۾ پورچوگيزن رائج ڪيو. هيءُ دٻو ڪاٺ جي پٽين مان ٺهيل هوندو آهي. پٽيون اهڙيءَ طرح پچايل هونديون آهن، جو انهن ۾ پيل پاڻيٺ جي وهڻ جو انديشو نه رهندو آهي. پورچوگيز انهن پيپن ۾ شراب، بيئر، بارود يا ٻي اهڙي ڪا چيز آڻيندا هئا. پيپ وڏا، ننڍا ۽ هر ماپ جا هوندا آهن. اڄ ڏينهن تائين به ڪاٺ جي پيٽين مان ٺهيل اهي پيپ استعمال ٿيندا آهن. سنڌ ۾ انهن پيپن ۾ آچار (سانڌاڻو)، گيهه، تيل، ماکي وغيره وجهي بند ڪري جڏيندا هئا. وڏي کان وڏي پيپ ۾ 50 گئلن (200 ليٽر) جي گنجائش هوندي آهي. لوهي پيپن کي عام طرح Drum چوندا آهن.

**پيپائيرس** (Papyrus): پيپائيرس هڪ ٻوٽي جو نالو آهي، جنهن جو جمع پيپائيري آهي. هيءَ يوناني ماخذ لاطيني ٻوليءَ جي لفظ جي انگريزي صورت آهي. يوناني هن کي Papuros ۽ Babylos به ڪوٺيندا آهن. ان مان ئي لفظ Paper (پنو/ ڪاغذ) ٺهيو آهي. هي ٻوٽو پاڻي ۽ پوسل تي پيدا ٿيندو آهي. ان جي ڏانڊي چئن پنجن فوٽن کان نون ڏهن فوٽن جيتري اوچي ٿيندي آهي ۽ ان جو رنگ ڳوڙهو سائو هوندو آهي، جنهن جي چوٽيءَ تي گل ڦوڙ يا سنگ ٿيندو آهي. قديم زماني ۾ هي ٻوٽو مصر جي نيل نديءَ سان جام ٿيندو هو ۽ پنهنجي افاديت ڪري يونوچ سمنڊ تائين واپار جي هڪ اسم طور مصر مان ويندو هو. هن جا هڪ کان وڌيڪ قسم هئا. مصر ۾ هن جي استعمال جو دؤر 4000 کان 3000 ق. م جو سمجهيو وڃي ٿو. مصري هن ٻوٽي کي ٻن اهم مقصدن لاءِ استعمال ڪندا هئا. (1) ڪاغذ طور ان مان لکڻ جو ڪم وٺندا هئا، (2) هن ٻوٽي مان ٻيڙيون به ٺاهيندا هئا. پهرئين مقصد لاءِ هي ٻوٽو مصر کان سواءِ يونان ۽ اٽليءَ ۾ به ڪم ايندو هو. ان جي اهميت جو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿو ته لفظ Papyrus کي پيپر يا پني/ ڪاغذ جو همنام سمجهيو ۽ لکيو ويندو هو.

**ڪاغذ جي تياري:** هن ٻوٽي جو ڳر يا گودو ورقي يا تهدار ٿيندو هو. تهن جون ڦتيليون گڏ رکي، انهن کي پاڻيءَ ۾ پُسائي وڌيڪ نرم ڪبو هو. ان بعد داب ڏئي، انهن کي وڌيڪ سنهو ۽ هموار ڪري ملايو ويندو هو. آخر ۾ ان کي سڪائي، ان تي لکبو هو. هن جون ڪي خاصيتون هي هيون ته هي سستو، ٺاهڻ ۾ سولو ۽ ڪچي مال طور ملي سگهيو ٿي. پر ان جو پنو ٽاڪئون، ڪهرو، وڌيڪ خشڪي ۽ گهم جي حالت ۾ حساس هو. ان کان سواءِ ان جون پٽيون وڌيڪ گنجائش واريون نه هيون. پوءِ به هي پنو مصر ۽ ٻين ملڪن ۾ 1000ع تائين استعمال ٿيندو رهيو. هن ٻوٽي جو ٻيو اهم استعمال ان مان ٻيڙيون ٺاهڻ هو. گاهه جا گڏا مضبوط رسين سان ٻڌي، انهن کي هڪ ٻئي جي پاسن سان ٻڌبو هو، تان جو ٻيڙيءَ لاءِ گهربل تختو (hull) تيار ٿي وڃي. ان کان پوءِ ان ۾ ٻيا آلات لڳائبا هئا. ٻيڙيءَ جو گهاٽ ٿورو اُڀل ۽ پاچل وٽ متي مڙيل هوندو هو ان لاءِ ان سان وڌيڪ گڏا لڳايا ويندا هئا. سنڌو تهذيب جي کوٽاين مان جيڪي ٻيڙيءَ جا نمونا مليا آهن، سي به ڪنهن گاهه جي گڏن کي ملائي ٺاهيل آهن. جيڪڏهن اهو گاهه

پيپائيرس نہ هوندو پوءِ پڪ 'پن' هوندي، جيڪا سنڌ ۾ ڍنڍن ۽ ڍورن ۾ عام ٿيندي آهي. شايد لفظ 'پنو' بہ ائين ٺهيو هجي. پن بہ گهڻن ڪمن لاءِ ڪم اچي ٿي. تڏا، تونريون، پکا وغيره ان مان ٺهن ٿا. پيپائيرس مان ٻيڙيون جوڙڻ ۽ انهن جو استعمال اڄ بہ ڪن هنڌن تي رائج آهي. جهڙوڪ: پيرو (Peru) وغيره ملڪ ۾.

پيپائيرس مان ٺهيل ڪاغذ تي لکيل دستاويز، نسخا، ويڙها (Scroll) گهڻيون لکتون (Cornices) ڪافي هنڌن تان مليون آهن. مصرين جو مشهور ڪتاب 'Book of the Dead' بہ پيپائيرس جي پني تي لکيل آهي. ڪجهہ عرصو اڳ پاڪستان جي اتروارن علائقن مان ڀوج وڻ (Birch Bark) جي ڇوڏن تي لکيل هڪ وڏو ويڙهو (Scroll) مليو هو. پيپائيرس جي پني کان پوءِ مينشي يا ماريل نرم چمڙي تي لکيت جو دؤر شروع ٿيو هو.

**پيءُ جا ڏيءَ ڏي خط** (ڪتاب): هي ڪتاب جواهر لعل نهروءَ جي لکيل انگريزي ڪتاب 'Letters from a Father to Daughter' جو سنڌيءَ ۾ ترجمو آهي. هن ڪتاب ۾ شامل خط جواهرلال نهروءَ پنهنجي ڌيءَ اندرا گانڌيءَ ڏانهن لکيا، جن ۾ ان جي ذهني نشونما ۽ سياسي رهنمائي ڪئي اٿس. هن ڪتاب جو ترجمو ڪهاڻيڪار علي محمد پرويز ڪيو آهي. جلد پڪي، رنگين ٽائيٽل ۽ ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 138 صفحا آهن ۽ قيمت 80 روپيا آهي. هي ڪتاب روشني پبليڪيشن ڪنڊياري طرفان 2001ع ۾ شايع ٿيو.




**پيڇاهو**: ضلعي دادو، تعلقي خيرپور ناٿن شاهہ ۾ هڪ ديهہ ۽ ڳوٺ جو نالو. هن ديهہ ۾ پيڇاهو دلمراد جا گهر ۽ شهداد ڪوسو ڳوٺ شامل آهن. پيڇاهو ڳوٺ جي هزار ڪن آبادي هوندي آهي.

هن ڳوٺ بابت روايت آهي تہ، هيءُ ڳوٺ وڪئي خان پيچوهي 630هہ/1232ع ۾ ٻڌو، جيڪو سلطان التمش جي وزير نظام الملڪ جو ملازم هو. اهو لفظ پوءِ آهستي آهستي بدلجي پيڇاهوءَ مان 'پيڇاهوءَ' جي صورت وٺي ويو. ان وقت هن ڳوٺ ۾ پيچوها، مهاڻا ۽ ڪولهي رهندا هئا، ان کان پوءِ ڏُنب قبيلي جا ماڻهو هتي رهائش پذير ٿيا.

**پيڃي**: چانورن جي ٻڄ جيڪا، ڪپڙن کي ڪلف ڏيڻ لاءِ ڪم ايندي آهي.

ڪورين جي اصطلاح ۾ پيڃيءَ کي "پيڻ" چوندا آهن، جيڪا هو 'تاڃيءَ' تي چاڙهيندا آهن. حڪيم چانورن جي پيڃي، بيمارن يا ٻارڙن کي بہ پيارينندا آهن. ان جو طريقو هن طرح آهي تہ، چانورن کي گهٽي پاڻيءَ ۾ رڌي پٽڙي رَب ڪري ڪارائبي آهي، طبيبن جي چوڻ موجب پيڃي، معدي کي تقويت ڏئي ٿي ڇاتيءَ ۽ ڦڦڙن ۾ گڏ ٿيل بلغم کي ڪڍي ٿي؛دستن کي بند ڪري ٿي ۽ پيشاب کي وڌائي ٿي.

**پيچوها**: هڪ ذات جو نالو تاريخي لحاظ سان پيچوهن جام لاکي جو پٽ هو. جام لاکو پٽ سمي جو سنڌ جي بهادر ڪردار 'ابڙي' جي نُک مان آهي، جنهن دودي سومري جون سامون جَهليون هيون. دودي سومري ۽ علاءُ الدين خلجيءَ جي وچ ۾ جنگ کان پوءِ سنڌ جون ڪافي ذاتيون عتاب جو شڪار رهيون. ڪي اباڻا پٽ ڇڏي ٻئي هنڌ وڃي رهيا. پيچوهي جو ڏاڏو جام لاکو بہ پنهنجو وطن ڪيچ ڇڏي بلوچستان طرف هليو ويو ۽ وڃي ڪيچ مڪران ۾ رهيو هيءُ قبيلو بہ پيچوهي پٽ لاکي جي نالي پٺيان سڏجڻ ۾ آيو. پيچوهي کي ڇهہ پٽ هئا: بهادر، منداڻي، دودو، وتو، ويرم ۽ ورياهہ. جن جي پٺيان جيڪي پاڙا ٿيا، سي بلوچستان جي ڪڇي، نصيرآباد ۽ قلات ضلعن ۾ ۽ سنڌ ۾ لاڙڪاڻي، دادوءَ، جيڪب آباد، بدين ۽ ڪراچيءَ ضلعن ۾ آباد آهن.

مخدوم عبدالغفور "مفتون" همايوني بہ پيچوها ذات سان واسطو رکندو هو ۽ بلوچستان کان هجرت ڪري شڪارپور ضلعي جي 'همايون سڏائي' ڳوٺ ۾ آيو هو. مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي ريشمي رومال تحريڪ ۾ نمايان حصو ورتائين. کيس پٽ جو اولاد ڪونہ هو انهيءَ ڪري سندس نياڻيءَ جو اولاد گادي نشين ٿيو. موجوده گادي نشين ميان عبدالباقي، پاڪستان جي اسلامي نظرياتي ڪائونسل جو ميمبر آهي. ان کان سواءِ هن قبيلي جي ٻين مشهور ماڻهن ۾ مولوي ٺارو زنگي پور وارو، مولوي فيض الله ۽ ڊاڪٽر روشن پيچوهو، جيڪو سنڌ جو وزير صحت پڻ رهي چڪو آهي، شامل آهن.

**پيچوها**[2]: ضلعي لاڙڪاڻي جي تعلقي وارهہ ۾ هڪ ديهہ. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پيچوها، جيئو مغيري، مراد علي مغيري، قائم خان مغيري، شاهہ بيگ مغيري، ٽيها ۽ آئل داس.

**پيچي**: هيءُ ڪپڙي مان ٺهيل هڪ قسم جي پٽي آهي، جيڪا گهوٽ جو سينگار طور ڪم ايندي آهي. هيءُ پيچي ٻن قسمن جي ٿيندي آهي ۽ اها اڪثر ميگهواڙ استعمال ڪندا آهن. پيلي رنگ جي وال ڪن ڪپڙي جي، فوٽ ڏيڍ لير ڪيڍي، ان جي ڇيڙن تي زري هٽي گهوٽ کي سينگارڻ مهل، ڳاڙهي پٽڪي سان گڏ ور ڏئي ڇڏيندا آهن. ٻئي قسم جي پيچي، مفلر نما ڪپڙي جو پٽو ٿيندو آهي، جيڪو ٽي فوٽ ڊگهو ڇهہ انچ ويڪرو هوندو آهي، جنهن جو هڪ طرف پرت پريل ۽ ٻيو طرف سادو هوندو آهي. گهوٽ کي سينگارڻ مهل اهو سندس ساڄي ڪلهي تي لڙڪائبو آهي، گهوٽ اڳيون ڇيڙو مُٺ ۾ جهلي، وات آڏو ڏئي پوءِ هلندو آهي، ۽ پويون ڇيڙو، سُئي (تاڃڻي) هٽي پُٺ ۾ قابو ڪبو آهي. ان حساب ڪتاب واري پيڍيءَ جي ڪري اڪثر واپاري ڪوٺيءَ کي ئي "پيڙي" سڏيو ويندو آهي.

**پيڍي**: هڪ قسم جي ڪاٺ جي ننڍڙي صندوق، جنهن ۾ لکڻ جو سامان رکجي. پيڍيءَ جو اڳيون تختو سلاميءَ تي ٿيندو آهي، جنهن تي ڪاغذ، بندي وغيره رکي لکي سگهبو آهي، اڳي واپاري ڪوٺين ۾ گهڻو ڪري پيڍيون رکي، منشي لکت جو ڪم ڪندا هئا، هاڻي انهن جي بدران ميزن ۽ ڪرسين جو رواج آهي. ننڍن شهرن ۾ اڄ بہ هندو سيٺ پيڍيون استعمال ڪندا آهن. جنهن جو مٿيون تختو لهواريءَ صورت ۾ هوندو آهي.

**پير**: انساني جسم جو هڪ عضوو، پير، پڳ، زمين تي لڳل پير جو نشان، پيرو، ڪنهن ڏوهيءَ (چور) کي جهلڻ لاءِ، ان جي پيرن جي نشان تي هلي، ان جي ٺڪاڻي تي پهچي وڃبو آهي. جيڪڏهن پيرن جا نشان ڊهي ويا هوندا تہ پوءِ چوندا "پير وڃائجي ويو". ان معنيٰ ۾ شاهہ صاحب جو بيت آهي:

تتيءَ ٿڌيءَ ڪاهہ، ڪانهي ويل ويهڻ جي،
متان ٿئي اونداهہ، پير نہ لهين پرينءَ جو.

شادي غميءَ ۾ شريڪ ٿيڻ جي واسطي يا تعلق لاءِ "پير ڪٽڻ" يا پيرڻ اصطلاح طور ڪم ايندو آهي. جيڪڏهن ڪنهن ڌر سان رستو يا تعلق هوندو آهي تہ چوندا فلاڻي سان 'پير پنڌ' جو رستو آهي.

**پير آسات:** هي ماڳ 1076ھ/1665ع جو چيو وڃي ٿو ۽ مڪلي (ضلعي ٺٽي) ۾ عبدالله شاهه اصحابيءَ جي مزار جي ڏاکڻين اولاهين ڪنڌ تي، ضلعي ٺٽي ۾ آهي. پير آسات جي مزار، عبدالله شاهه اصحابيءَ جي درگاهه ڪان ڏکڻ- اولهه ڪنڌ تي 50 قدمن تي ٿيندي. خانقاهه جي عمارت ڊٺل آهي. اوير



ڪان داخلي دروازو آهي. دروازو اتر ۾ ٺلهي تي آهي، جنهن تي ڪنهن وقت گنبذ نما ڇت هئي، اُتي هڪ پٿر جي قبر آهي، جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو ته پير آسات جي مڱ جي قبر آهي، جنهن جي پيرن کان هي ڪتبو لکيل آهي:

"بتاريخ چهار دهم

رجب 1076ھ/1665ع عصمت پناه

دنباي (ڪذا) برحمت حق پيوست"

داخلي دروازي جي ڇتائين ڪوٺي ٽپي اولهه واري ايوان ۾ پهچبو ته پٿر جي ڪٽهڙي اندر پٿر جي قبر آهي، جنهن جي پيرانديءَ ۾ اڳ ڪبڙ جو وڻ هو اها قبر پير آسات جي چئي وڃي ٿي. قبر تي ڪو به ڪتبو نه آهي.

انهيءَ قبر جي مٿيئن پاسي يعني اتر کان ننڍي ويران مسجد موجود آهي. پير آسات جي اولهه ۾ چند قبرون آهن، جيڪي هن قبرستان جي احاطي اندر هيون ۽ احاطي جي ديوار ڊهي وڃڻ سبب هاڻي الڳ ٿي پيون آهن. ٻه قبرون پٿر جون آهن، جنهن مان هڪ تي هي ڪتبو لکيل آهي.

تاريخ هشتم شهر صفر 1079ھ/1668ع

برحمت حق پيوست.

هي قبر ٿوري وٿيرڪي آهي. لوڙهه جي اوڀارين پهلوءَ جي مٿئين ڪناري تي هيئين عبارت اڪريل آهي.

فاتحه بروح آن معصومه، کز لطف لله

يافت فردوس برين ماويٰ بحسن خاتمه

سال تاريخ وفاتش از سر ايقان نوشت

"جاودان بازيب جنت در جوار فاطمه"

پير آسات بابت پير حسام الدين 1090ھ لکيو آهي ته موجود روايتون عبدالله شاهه اصحابيءَ جي مجاورن جون آهن. ان ڪري انهن جي صحت شڪي آهي.

**پير آغا عبدالرحيمؒ:** پير آغا عبدالرحيم جي ولادت 1222ھ/ 1807ع ۾ نجراب، قنڌار ۾ ٿي. هن جو لقب شهاب الدين هو جڏهن ته پيار مان ڪيس "آغا صاحب" جي نالي سان سڏيندا هئا. سمجهه پرپي ٿيڻ بعد ڪيس مير برڪت الله وٽ قرآن شريف پڙهڻ لاءِ ويهاريو ويو ۽ ظاهري علم سيکارڻ لاءِ استاديءَ جو ذمو سندن والد پنهنجي سر تي کنيو.

پير آغا جي عمر جڏهن چوڏهن ورهيه ٿي ته سندس والد ڪيس حج تي وٺي ويو سنڌ مان لنگهندي، لاڙ جي علائقي ۾ نمن جي ڳوٺ ۾ سندس والد، خليفي احمد خان نظامانيءَ کي آغا صاحب کي نقشبندي طريقي ۾ داخل ڪرڻ لاءِ گذارش ڪئي، پر خليفو صاحب ضعيف ۽ بيماري هو ان ڪري لاچاري ڏيکاريائين ۽ ڪيس ٺي چيائين آغا صاحب کي اوهان ئي نقشبندي طريقي ۾ داخل ڪريو ان تي سندس والد ڪيس نقشبندي طريقي ۾ داخل ڪيو. آغا صاحب قادري ۽ چشتي طريقي ۾ به پنهنجي والد جي هٿ تي بيعت ڪئي ۽ بعد ۾ سهروردي، ڪبروي، مداري ۽ قلندري طريقي جي نسبت به والد ڪان حاصل ڪيائين. آغا صاحب 1238ھ/ 1822ع ۽ 1239ھ/ 1823ع ۾ پنهنجي والد سان گڏ به حج ڪيا. ان بعد ٽيون حج ڪيائون ۽ 1241ھ مطابق 1825ع ۾ چوٿين حج تي روانو ٿيو ۽ حيدرآباد ۾ واپس اچي خاص ۽ عام کي فيض ڏيڻ لڳو. آغا صاحب افغانستان ۾ سورش ٿيڻ ۽ حڪومت ۾ تبديلي اچڻ ڪري اتي جي حالتن ڪان دل برداشته ٿي قنڌار کي هميشه لاءِ ڇڏڻ جو فيصلو ڪيو ۽ نئين وطن طور مٽياري سنڌ کي چونڊيائين، جتي سندن پڦيءَ جي مزار اڳيئي موجود هئي. موجوده گادي نشين پير غلام مجدد جي روايت موجب ان لاءِ ڪيس بيبي صاحبه پاران خواب ۾ تاڪيد ڪئي وئي هئي. سندس مٽياريءَ ۾ سڪونت بعد شهر جي رونق وڌي ٿي وئي. عوام ۽ خواص، جيڪي سندس شخصيت کان اڳيئي واقف هئا، سندس در تي ملاقات لاءِ قطار در قطار اچڻ لڳا، جنهن ۾ امير ۽ غريب هر ذات جا مشاهير سندس هٿ تي بيعت ڪرڻ ۽ فيض وٺڻ لاءِ شامل هئا. آغا صاحب جي وفات 24 جمادي الاول 1314ھ/ 1896ع ۾ 92 ورهين جي ڄمار ۾ ۽ ڏکهي علالت بعد ٿي. علالت جي حالت ۾ به پنج وقت نماز ۽ تهجد نه ڇڏيائين. پير سائين غلام رسول سرهندي "لذت الارواح" ۽ "سوانح حيات حضرت آقا غلام مجدد سرهندي صاحب رحه" ڪتابن ۾ ڄاڻايو آهي ته هن بزرگ ٺي پنهنجي والد جي مزار تي هڪ عظيم الشان مقبرو اڏرايو هو جيڪو اڄ تائين موجود آهي.

**پير، آغا عبدالله جان سرهندي:** پير عبدالله جان عرف "شاهه آغا" ولد خواجه محمد حسن جان سرهندي تاريخ 8 جمادي الاول سن 1305ھ مطابق 22 جنوري 1888ع تي ڳوٺ ٽکڙ ضلعي حيدرآباد ۾ پيدا ٿيو. شروعاتي تعليم پنهنجي ڏاڏي حضرت خواجه عبدالرحمان سرهنديءَ کان ورتائين. ان بعد باقاعدي ديني تعليم مولوي عبدالقيوم بختيار پوريءَ، مولوي لعل محمد مٽياروي، مخدوم حسن الله پاٽائي ۽ آخر ۾ مولوي خير محمد مگسيءَ وٽ پوري ڪري علمي تحصيل ڪيائين. ان کان پوءِ انگريزيءَ ۾ به چڱي مهارت حاصل ڪيائين ۽ گڏوگڏ علم طب جو به مطالعو ڪيائين. ڪيس شاعريءَ سان به شغف هو ۽ "شائق" تخلص ڪم آڻيندو هو. سندس لکيل ڪتابن جو وچور هيٺينءَ ريت آهي: (1) انتخاب مڪتوبات شريف (فارسي)، (2) اربعين مڪتوبات (فارسي)، (3) مونس المخلصين (فارسي)، (4) حفظ حديث (فارسي)، (5) هداية الحج (سنڌي)، (6) راحة القلوب (سنڌي)، (7) راحة المخلصين (سنڌي)، (8) الارشاد، شرح بانت سعاد (سنڌي)، (9) احسن الوسائل في تحقيق المسائل (سنڌي)، (10) مخزن العلوم (سنڌي)، شرح ڪافيه (عربي)، (11) تعريف الامراض ۽ تفريق الامراض ۽ (12) برگ سبز (فارسي).

پير عبدالله جان سرهندي تنڌي سائينداد جي حريت پسند عالمن مان هڪ هو. جڏهن "خلافت تحريڪ" شروع ٿي، ته ان ۾ شرڪت ڪيائين ۽ ائين سندس سياسي زندگيءَ جي ابتدا ٿي.

انگريزن جڏهن هن تحريڪ کي ناڪام بنائڻ لاءِ "امن سبا" قائم ڪرائي ته خلافتي عالمن ان جي مخالفت ۾ فتوائن جو سلسلو شروع ڪيو. پير صاحب خلافتين سان ساٿ ڏيندي، سندن جاري ڪيل ڪيترين فتوائن جي تصديق نه

ڪئي، هن ”خلافت تحريڪ“ جي جلسن ۾ شريڪ ٿي انگريزن خلاف ڀرپور حصو ورتو. خلافت جي خاتمي کان پوءِ پير صاحب ”جميعت العلماء“ ۾ شامل ٿيو ۽ ان جي جلسن ۾ شريڪ ٿي، وطن جي آزاديءَ لاءِ پاڻ پتوڙيائين. آغا عبدالله جان، تاريخ 3 ربيع الاول 1393ھ/ 7 اپريل 1973ع تي وفات ڪئي.

**پير آف راڻيپور** (عبدالقادر شاھ جيلاني): پير آف راڻيپور، پير عبدالقادر شاھ جيلاني ولد سيد احمد شاھ جيلاني، مشهور پ پ اڳواڻ ٿي گذريو آهي. هن 1932ع ڌاري راڻيپور ۾ جنم ورتو. پير صاحب انتهائي نرم مزاج ۽ سادي طبيعت جو مالڪ هو. هو شڪار جو شوقين ۽ نشاني بازيءَ ۾ بي مثال هو. اڪثر نالي وارا زميندار ۽ جنرل وٽس شڪار ڪرڻ ايندا هئا. هو فيصلا ڪرڻ جو ڏاڍو امين هو ۽ برادرين جا راڄوٽي فيصلا ڪرڻ ۾ مهارت رکندو هو. ڪيس برادرين جا چڱا مڙس وڏي عزت ڏيندا هئا. سندس شرافت بي مثال هئي. ڏوهارين کي ڪڏهن به ويجهو نه رکيائين. فيصلن ۾ مڪمل انصاف ڪندو هو. پير صاحب ڪلاسيڪي موسيقيءَ جو وڏو شوقين ۽ پارکو هو. وٽس وقت جا ناميارا استاد ۽ ڳويا، استاد عبدالڪريم خان، استاد نزاڪت علي خان، قيصر ٻائي، رسولن ٻائي وغيره سندس اوطاق تي راڳ جون محفلون رچائيندا هئا. هو هر سال پيران پير شيخ عبدالقادر جيلانيءَ جي يارهين شريف وڏي عقيدت سان ملهائيندو هو ۽ ان موقعي تي قادري طريقي جي وڏن عالمن کان واعظ ڪرائيندو هو. ڪڏهن ڪڏهن شيخ عبدالقادر جيلانيءَ جي سجاده نشين کي بغداد مان مدعو به ڪندو هو. پير صاحب ٿي حج ۽ پنج عمرا ڪيا. سندس ڏاڏو پير ابو محمد صالح شاھ وڏو شاعر هو. جنهن جو اڪثر ڪلام ڪيس ياد هوندو هو. ڪيس پنهنجي ڏاڏي جو ڪلام سهيڙي، ڇپرائڻ جو وڏو شوق هو، پر هو زندگيءَ ۾ سندس ڪلام ڇپائي نه سگهيو.



پير عبدالقادر شاھ جيلانيءَ، 1961ع ۾ ڀرپور پيرو پير صاحب پاڳاري جي پاءِ پير نادر شاھ کان قومي اسيمبليءَ جي چونڊ کٽي. جڏهن ته فنڪشنل ليگ جي اڳواڻ پير صدرالدين شاھ کان به ٻه ڀيرا چونڊون کٽيائين. پير عبدالقادر شاھ جيلاني، پنج ڀيرا ايم. اين. اي ۽ ٻه ڀيرا وفاقي وزير ٿيو. هي وڏو اثر وارو ۽ صاحب راءِ شخص هو. شهيد ذوالفقار علي ڀٽو ۽ شهيد بينظير ڀٽو به سندس راءِ کي وڏي اهميت ڏيندا هئا ۽ ڪيترا ڀيرا پارٽي ٽڪيٽون سندس صلاح سان ڏنائون. پير صاحب نعيم احمد ڪرل، محرم علي شيخ، سيد بچل شاھ بخاري، سيد جاويد شاھ جيلاني ۽ ٻين جي چونڊ مهم هلائي، ڪين ڪامياب ڪرايو.

پير صاحب 3 مارچ 2011ع تي راولپنڊيءَ جي هڪ اسپتال ۾ دل جي تڪليف سبب وفات ڪئي. جتان سندس مڙھ ڪٽائي راڻيپور شهر آندو ويو ۽ ڪيس درگاھ غوثيه جي اڱڻ ۾ دفن ڪيو ويو. پير صاحب پنهنجي حياتيءَ ۾ ئي درگاھ غوثيه جي احاطي ۾ پنهنجي قبر لاءِ جاءِ مخصوص ڪري، مقبرو جوڙائي ڇڏيو هو. جتي ئي ڪيس دفن ڪيو ويو. سندس فرزندن ۾ پير فضل علي شاھ، پير احمد رضا شاھ عرف پيار علي شاھ، پير راجا سائين، پير ظهور علي عرف ابن شاھ ۽ پير غلام محي الدين شاھ شامل آهن. جيڪي به وڏي اثر وارا آهن.

**پير آقا غلام مجدد:** پير آغا غلام مجدد جي والد بزرگوار جو نالو خواجه عبدالحليم هو. آقا غلام مجدد 6 رجب المرجب 1300ھ/ 13 مئي 1883ع ۾ شهر مٽياريءَ ۾ ڄائو. ديني تعليم قاضي عبدالرحمان مٽياروي ۽ مولوي حسن الله پاٽائيءَ کان ورتائين ۽ ان وٽ ئي سندس دستاربندي ٿي. ان کانسواءِ فارسي تعليم مٽياريءَ جي عالم قاضي عنايت الله ”ٻيراڳيءَ“ کان ورتائين.

هن 1321ھ/ 1903ع ۾ حج ڪيو. روايت آهي ته حجاز ۾ ڪيس ڪنهن شخص هڪ لک روپيا هندستان جي ڪنهن ماڻهوءَ کي پهچائڻ لاءِ ڏنا. پير صاحب پئسا ڏيندڙ کي چيائين ته جيڪڏهن اجازت هجي ته هو انهن پئسن مان ڪتاب خريد ڪري، هندستان واري همراھ کي ڳوٺان پئسا ڏيارائي. ان همراھ ڪيس اهڙي اجازت ڏني ۽ پير صاحب انهيءَ رقم جا مختلف علمن بابت عربي ڪتاب خريد ڪيا، ان ڳالھ مان سندس علم سان محبت ظاهر ٿئي ٿي.

جڏهن پهرين جنگ عظيم ڪانپوءِ ترڪ خلافت کي ختم ڪرڻ لاءِ جڏهن سازشون ڪيون ويون ته سڄي اسلامي دنيا ان سلسلي ۾ غم ۽ غصي جو اظهار ڪيو. ننڍي کنڊ ۾ رد عمل طور خلافت تحريڪ هلائي وئي، جنهن ۾ پير غلام مجدد ابتدا کان ئي زور شور سان حصو ورتو. ان ڏس ۾ 1990ع ڌاري مٽياريءَ ۾ هڪ جلوس ڪڍيو ويو. جنهن تي پوليس گولي هلائي، جنهنڪري خلافت تحريڪ جو هڪ سرگرم ڪارڪن آخوند محمد رحيم شهيد ٿي ويو. جيڪو سڄي هندستان ۾ خلافت تحريڪ جو پهريون شهيد هو.

پير صاحب هن تحريڪ کي ڪامياب ڪرڻ لاءِ هر ممڪن ڪوشش ورتي. پنهنجي شهر مٽياريءَ ۾ خلافت ڪانفرنسون ڪوٺايائين، جن ۾ سماج جي هر طبقي حصو ورتو. انهن ڪانفرنسن جي ڪاميابيءَ جو ذڪر ان دور جي اخبارن ”الوحيد“ ۽ هفتيوار ”الامين“ ۾ موجود آهي.

8، 9، 10 جولاءِ 1921ع تي ڪراچيءَ جي خالقڏني هال ۾ آل انڊيا خلافت ڪانفرنس ٿي هئي، جنهن ۾ مولانا محمد علي، مولانا شوڪت علي، مولانا حسين احمد مدني، ڊاڪٽر سيف الدين ڪچلو مولانا نثار احمد ڪانپوري، شري شنڪر آچاريه، ڊاڪٽر تيرٿداس ۽ سنڌ مان پير غلام مجدد شامل ٿيا هئا. هنن اتي اها قرارداد پاس ڪرائي هئي ته انگريزن جي فوج ۾ شامل ٿيڻ جائز نه آهي ۽ ڳالھ اسلامي تعليم ۽ هدايتن جي خلاف آهي. ان قرارداد جي بنياد تي مشهور زمانه ”خالقڏنو هال مقدمو“ هليو ان مقدمي دوران غلام مجددؒ کي حڪومت پاران پير تراب علي شاھ ذريعي خريدڻ ۽ ڊيڄارڻ جي ڪوشش ڪئي وئي هئي، پر هي جهڪڻ ۽ ڏڄڻ سڪيو ئي نه هو. ڪيس پنهنجي والده ”بي امان“ نياپو موڪليو ته ”پٽ تون جيڪڏهن ڊڄين، جهڪئين يا سرڪار جي حمايت ڪَئي ته قيامت جي ڏينهن تو کي ٿڃ نه بخشينديس“. هن نه رڳو ماءُ جي لفظن کي مان ڏنو ۽ ان جي حرمت برقرار رکي، پر پنهنجي سامراج دشمن سوچ کي به بلند رکيو. هن عدالت کي ڏنل بيان ۾ انهن ڌمڪين جو واضح طور ذڪر ڪيو ۽ چيو ته هو هن حڪومت کي اسلام ۽ ملڪ دشمن سمجهي ٿو. انڪري معافي وٺڻ جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي.

سندس ان بيباڪ بيان تي ڪيس ٻن سالن جي سخت پورهئي سان سزا ڏني وئي. اهي ٻئي ورهيه ڪيس مختلف اذيتون به ڏنيون ويون. سندن ڪوليءَ جي بيت الخلا جو گٽر جاٽي واٽي بند ڪيو ويندو هو. جنهنڪري پاڻي اٿلي ڪوليءَ ۾ اچي پوندو هو. اهو انڪري ڪيو ويندو هو ته جيئن هو اهڙي ماحول ۾ هو تلاوت نه ڪري سگهي. پير صاحب کي ٻين قيدين سان ملڻ کان به روڪيو ويندو هو. ان سلسلي ۾ ”الوحيد“ اخبار جي 16 اپريل 1923ع واري اشاعت ۾ تفصيلي رپورٽ ڇپيل آهي.

اهڙين سختين جي باوجود هن انهن ٻن سالن ۾ قرآن شريف حفظ ڪري ورتو ۽ مصيبتون ڪيس اصولي مؤقف تان ترجيترو به هٽائي نه سگهيون.

پير صاحب ڪٽر مذهبي نہ هو. جنهن جو اندازو خلافت تحريڪ دوران غير مسلم سياستدان سان سندن اُٿي ويهيءَ مان لڳائي سگهجي ٿو. البت مسجد منزل گاهہ ۽ لنواري جي حج وارن معاملن تي هن مصلحت کان ڪم نہ ورتو ۽ جيل بہ ويو.

پير صاحب خلافت تحريڪ کانسواءِ ڪجهہ عرصو جميعت العلماءِ هند جو مرڪزي جنرل سيڪريٽري رهيو ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي ٺاهيل آزاد سنڌ جماعت جو ضلعي حيدرآباد جو بہ سيڪريٽري پڻ رهيو. جنهن جو مقصد عوام کي هراهڙي ڪم جي خلاف تيار ڪرڻ هو. جنهن ۾ سنڌ جي آزاد حيثيت کي تسليم نہ ڪيو ويو هجي. پير صاحب نظرياتي سوچ جي جاڻ "الوحيد" جي 18 سيپٽمبر 1920ع واري شماري ۾ ترڪ موالات (سول نافرماني) جي حوالي سان پيرن ۽ گادي نشينن لاءِ ڇپيل پيغام مان چڱيءَ طرح پئجي سگهي ٿي، جنهن ۾ پير ڪين پيريءَ جي منصب جو خيال رکڻ، اسلام سان سچو رهڻ ۽ عوام جو هڏ ڏوکي ٿيڻ جو سڏ ڏنو آهي. پير صاحب جي ڪري مٽياري شهر برصغير جي سياست جو هڪ اهم مرڪز رهيو. سندس لاڳاپي سبب مولانا محمد علي جوهر ۽ مولانا شوڪت علي جهڙيون اهم شخصيتون هتي آيون. هن قسم جي ملڪي سياست ۾ پير صاحب جي والده "بي امان" جو بہ وڏو ڪردار آهي. آخري عمر ۾ اقتدار لاءِ سياست ٿيندي ڏسي، سياست کان ئي ڪناره ڪشي اختيار ڪيائين. سندس وفات 16 جماد الثاني 1377 هہ بمطابق 7 جنوري 1958ع تي ٿي.

**پير آقا محمد اسماعيل جان، مولانا:** ناميارو شاعر ۽ هڪ سياسي اڳواڻ پير آقا محمد اسماعيل جان ولد پير آقا محمد حسين جان جو جنم 24 جون 1890ع تي ٽکڙ ضلعي حيدرآباد ۾ ٿيو. هن ابتدائي تعليم علامہ يوسف کان ورتي، ان کان پوءِ محمد هارون دلگير کان قرآن مجيد، سنڌي، فقہ ۽ فارسي پڙهي فارغ التحصيل ٿيو. هن پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز تحريڪ خلافت کان ڪيو. هن ان تحريڪ ۾ خلافتي عالمن جي جاري ڪيل فتوائن جي تصديق ڪئي ۽ ان تحريڪ لاءِ انگوره فنڊ ۾ مالي مدد پڻ ڪيائين. ان کان سواءِ هو جميعتي عالمن مان هو ۽ جمعيت العلماءِ ۾ رهي وطن جي آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪيائين. سندس ئي ڪوششن سان ميرپور خاص ۾ جمعيت العلماءِ جي شاخ قائم ٿي ۽ پاڻ ان جماعت جو باني صدر بڻيو. ان کان پوءِ هن مسلم ليگ ۾ شموليت اختيار ڪندي، هن تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتو. "مسجد منزل گاهہ" واري مسئلي کي هٿ ۾ ڪنيو هو سياستدان هئڻ سان گڏ شاعر ليڪڪ بہ هو. شاعريءَ ۾ سندس تخلص "روشن" هو. سندس تصنيفن جو مختصر وچور هن طرح آهي: (1) ديوان روشن (فارسي)، (2) انشائ روشن وخطبہ هائ نظم ۽ نثر (فارسي)، (3) نسيم چمن در تتبع نفحة اليمن (فارسي)، (4) جواهر نفسيہ (تصوف بابت)، (5) ديوان روشن (سنڌي) ۽ (6) خطبات سنڌي (منظوم). مولانا، پير آقا محمد اسماعيل جان، 14 جماد الثاني 1361هہ بمطابق 29 جون 1942ع ۾ وفات ڪئي.

**پير، ابراهيم شاهہ، رام ٻاراهو:** پير ابراهيم سنڌ جو صوفي درويش ۽ شاعر ٿي گذريو آهي. جيتوڻيڪ سندس شاعريءَ مان صرف هڪ وائي ئي هٿ آئي آهي، جيڪا ڪلهوڙن جي دور جي ٻوليءَ جي ساک ڀري ٿي. زبان جي رواني، تجنيس حرفي، عام فهم ٻولي ۽ ٻيون شاعرانيون خوبيون هن وائيءَ ۾ نظر اچن ٿيون. پير ابراهيم شاهہ پنهنجي مرشد جي چوڻ تي اُچ شريف کي ڇڏي اچي سنڌ ۾ رهيو. سندس مقبري کي "رام ٻاراهو" بہ چوندا آهن. چاڪاڻ تہ رام ٻاراهي نالي هڪ هندوءَ سندن ڏاڍي خدمت ڪئي هئي، ان ڪري پاڻ کي ان جي نالي سان سڏائڻ لڳو. رام ٻاراهي جو مقبرو، تعلقي بدين ۾، ماڻهين جي دڙي کان پرپرو آهي. قبو پڪين سرن سان اڏيل آهي، جنهن جو نمونو چؤنري جهڙو آهي. ائين پيو پائيجي تہ جڻ ڪنهن هندو درويش جي ڏيوري آهي. سرن جي ماپ ۽ ڪم آندل مصالحي مان ڪلهوڙن جي فنِ تعمير جو نمونو معلوم ٿئي ٿو.


رام ٻاراهي جو مقبرو

**پير، ابن شاهہ جي مزار:** هيءَ مزار اسلامي دور جي يادگار چوهڙ جمالي تعلقي شاهبندر کان ٽي ڪلوميٽر اولهہ ۾ موجود هو. بزرگ پير ابن شاهہ، شيخ بهاءَ الدين ذڪريا ملتانيءَ جي پوئيرن مان آهي. سندس شجرو هن ريت روايت ڪيو ويجي ٿو: پير ابن شاهہ بن شيخ اسماعيل قريشي بن شاهہ شهر الله سجاده نشين بن شاهہ يوسف بن شاهہ عمادالدين بن شاهہ رڪن الدين اسماعيل بن شاهہ صدرالدين. سندس مزار جبل جي ٽڪريءَ تي 100 فوٽ کن مٿي ٺهيل آهي. سندس تربت مٿان مقبرو اڏيل آهي، جيڪو چيو ويجي ٿو تہ ڪيهرن اڏايو هو. اتي هڪ وڏو قبرستان بہ آهي، جنهن ۾ ڪڪرالي جي ڪيهر ڄامن جا مقبرا ۽ مزارون آهن. هتي دائود ڪيهر جو مقبرو ڦٽل حالت ۾ موجود آهي ۽ درگاهہ تي پهچڻ لاءِ ڏاڪڻ ٺهيل آهي. هن درگاهہ جي ڏکڻ ۾ هڪ ٻي ٽڪريءَ تي راڄن شاهہ جي مزار آهي.

**پير ابو محمد صالح شاهہ جيلاني:** پير صالح شاهہ جيلاني 1870ع ۾ راڻيپور ۾ ڄائو. هو درگاهہ راڻيپور جو سجاده نشين، بزرگ ۽ شاعر ٿي گذريو آهي. سندس درگاهہ کي 'دستگير جو دروازو' سمجهيو ويندو آهي، جتي پيري مريديءَ وارو سلسلو اڄ تائين جاري آهي. هن سياست ۾ بہ حصو ورتو. خلافت تحريڪ ۾ هن انگريزن جي حق ۾ جاري ڪيل فتوا تي صحي ڪئي هئي ۽ انگريزن جي وفادارن مان هڪ هو. جڏهن خلافت تحريڪ شروع ٿي تہ، اُن تحريڪ جي خلاف انگريزن 'امن سڀا' نالي جماعتون ٺهرايون، جن جو سڀ کان وڏو ميڙاڪو راڻيپور ۾ هن ئي ڪرايو. سيد صالح محمد شاهہ ڪافيءَ جو سٺو شاعر هو سندس شاعري سنڌي ۽ سرائيڪي ٻولين ۾ آهي. هن 1943ع ۾ وفات ڪئي ۽ سندس مزار راڻيپور ۾ آهي.

**پير ابو شهيد مسجد:** هيءَ مسجد ڪلهوڙن جي صاحبيءَ جي چٽي وڃي ٿي، جيڪا ڳوٺ ۽ ديهہ ابو شهيد- تعلقي نوابشاهہ ۽ ضلعي نوابشاهہ (هاڻي بينظير آباد) ۾ واقع آهي. هن جي ڏکڻ اولهہ ۾ 4 ڪلو ميٽرن تي منڊ جمڙائو ۽ اولهہ ۾ اٽڪل هڪ ڪلو ميٽر تي ميرمحمد جوڻيجي جو ڳوٺ آهي، هن جي اوڀر ۾ هڪ ڪلو ميٽر تي ناريجا ڳوٺ ۽ ڏکڻ اوڀر ۾ ڇهن ڪلو ميٽرن جي فاصلي تي رانتو ڍنڍ موجود آهي.

هيءَ مسجد ڊيگهہ ۾ 20 . 7 ميٽر ويڪر ۾ 5 ميٽر ۽ اوچائي 5 ميٽر ان جي مستطيل اڏاوت آهي. هن مسجد جي اڏاوت ۾ پڪيون سرون (25x18x4 cm) گِل گارو ۽ چن استعمال ٿيل آهي. لنگهہ وارو دروازو اوپر ۾ هڪ نوڪدار ونگ سان ڏنل آهي. ٻہ دريون لنگهہ جي دروازي جي ٻنهي

پاسي هڪ هڪ جي حساب سان آهن. پٽ ۾ هڪ هڪ دري ڏکڻ ۽ اتر واري ديوار ۾ آهن. نمازي حجري جي مٿان محرابي ڇت اڏيل هئي، جيڪا هاڻي ڊهي چڪي آهي، ان جو اتر وارو ڪجهه حصو بيٺل آهي. اهو سر- اگهاڙو عمارتسازيءَ جو نمونو آڳاٽو عالمر شاهه مسجد تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ ملي ٿو. اها مسجد 1226 هجري/1811ع ۾ اڏي وئي هئي. ان جو بيو مثال ڪنب ليمان (تعلقي سڪرنڊ) واري مسجد آهي، جيڪا 1226 هجري/1811ع ۾ ٺهي هئي.



پير ابو شهيد مسجد جو ڏيک

ڇت - ڇتڻ جو نمونو فتح پور سڪري هندوستان جي مسجدن وارو آهي، جيڪي 85- 1571ع جي دور ۾ تعمير ٿيون هيون. فتح پور سڪري ۾ محرابي ڇت وارا گهڻا مقبرا آهن. نمازي حجرو مستطيل آهي. ٻه جارا اڀرندي طرف ۽ ٻه جارا الهندي پٽ ۾ ڏنل آهن. اولاهين پٽ جي وچ تي ائڪنڊو محراب ٺهيل آهي. جنهن جو وڏاوڙو ٻاهر نڪتل آهي. موجوده وقت ۾ مسجد ڪنڊر ۾ تبديل ٿي چڪي آهي. وقت گذرڻ سان ڇت ڊهي پئي آهي. صرف پٽين جي مستطيل اڏاوت ۽ ان تي اتر طرف ٿوري محرابي ڇت جا نشان باقي آهن. مسجد کي جهنگلي ٻوٽا ۽ ڪنڊا وڪوڙي ويا آهن.

**پيرا پيٽ**: شڪي ماڻهن ۽ چورن جي پيرن وارن نشانن سان پيٽ واري عمل کي "پيرا پيٽ" چئبو آهي. پيرا پيٽ هن طرح ٿيندي آهي ته ڪن ٻه پنجن ستن ماڻهن کي قطار ۾ بيهاري، سندن پيرن جا نشان زمين تي هٽايا ويندا آهن. جيڪڏهن اُنهن ۾ ڪو ڏوهاري نه هوندو ته ان جي پيرن جي نشاندهي نه ٿيندي، پر جي انهن شڪي ماڻهن ۾ ڪو ڏوهاري هوندو ته اهو پيرن جي نشانن مان ظاهر ٿي پوندو. اها پيرا پيٽ قابل ۽ ڄاڻو شخص ڪندا آهن.

**پير، احسان الله شاهه راشدي**: پير احسان الله شاهه ولد پير رشد الله شاهه راشدي تاريخ 27 رجب سن 1313ھ مطابق 13 جنوري 1896ع تي ڳوٺ پير جهنڊي تعلقي هالا ضلعي حيدرآباد (هاڻي مٽياري) ۾ ڄائو. تعليم پنهنجي ڳوٺ جي مدرسي "دارالرشاد" مان حاصل ڪيائين. علمي فراغت کان پوءِ پاڻ کي پيريءَ مريديءَ ۾ مشغول رکيائين. هي وڏو علم دوست ۽ ادب پرور انسان هو. هن عاليشان ڪتبخانو تيار ڪيو ان کان سواءِ کيس تحرير ۽ تقرير جي فن ۾ به مهارت حاصل هئي. سندس لکيل ڪجهه ڪتاب هن ريت آهن:

(1) رسالو "المقالة المحبوبة في الدعاء بعد صلواة امكتوبة"

(2) "خيمة الزجاجة في شرح ابن ماجة".

جڏهن سنڌ ۾ "خلافت تحريڪ" جو آغاز ٿيو ته پاڻ ان ۾ ڀرپور حصو وٺي انگريزن خلاف ڪم ڪيائين. تاريخ 15 شعبان سن 1358ھ مطابق 30 سيپٽيمبر 1939ع تي وفات ڪيائين.

**پيراڊائيز پوائنٽ**: هي ماڳ ڪراچيءَ شهر کان تقريباً ٽيهه ميل پري، اتر اولهه ۾ سمنڊ جي ڪناري تي واقع آهي. هن جي ساڄيءَ ۽ کاٻي طرف واري ٻهاڙيءَ تي هڪ علائقو آهي. جنهن ۾ ڪيڪڙن جا آثار ملن ٿا، جن ۾ پيڪٽن (Pectin) شامل آهي. جنهن کي عام طور تي برما شيل (Burmah shell) به چون ٿا. هن جاءِ تي پاڻيءَ جو دٻاءُ تمام تيز هوندو آهي ۽ ڪراچي شهر جي هڪ سٺي تفريح گاهه آهي.

**پيراڏو**: پيرن جي سڃاڻپ ڪندڙ، پيري، پير کڻندڙ کي سنڌيءَ ۾ "پيراڏو" به چوندا آهن. پيراڏو مرد توڙي عورت جي پيرن سڃاڻڻ ۾ مهارت رکندو آهي.

**پير اسماعيل مقام**: تعلقي دادوءَ جي مشهور شهر پاٽ جي اوڀر- اتر ۾ جيڪو روڊ سيتا ڏانهن وڃي ٿو انهيءَ روڊ تي هي قبرستان 27° 57' 32" ڊگريون اتر ڊگهائي ڦاڪ ۽ 67° 52' 55" ڊگريون اوڀر ويڪرائي ڦاڪ تي موجود آهي. هيءُ مقام پراڻي پاٽ جي دڙن تي ٺهيل آهي، جيڪا 14 صدي عيسوي يا ان کان به اڳ جي آهي. ڪجهه گهر دڙي تي اڏجي ويا آهن. دڙي تي ڪلر تمام گهڻو آهي. جنهنڪري قبرون ته لوڻاڄي ويون آهن، پر گهر به ڪلرائجي ويا آهن. پير اسماعيل ذات جو پنهور هو ۽ چيو وڃي ٿو ته قلندر لعل شهباز جو ساٿي هو جلال سرخ پوش ۽ ٻيا سندس وٽ ڪچهري ڪرڻ ايندا هئا. ان جو مقبرو به دڙي تي آهي.

**پير اشرف شاهه ڪاماري وارو**: ڪاماري شريف جي مشهور شاعر پيراشرف شاهه بن شيخ محمد غوث 1799ع ۾ تعلقي ٽنڊي باگي جي ڳوٺ ڪرمر خان جماليءَ ۾ جنمر ورتو. هنن بزرگن جو نسبي سلسلو ملتان جي بزرگ شيخ بهاءُ الدين زڪريا جي خاندان سان ملي ٿو. پير اشرف شاهه جي والد جي وفات ٻُڪيرن ۾ ٿي، جتان ڪڻائي ڪيس ڪاماري ۾ رکيو ويو. پير اشرف شاهه جو لاڙو فقيريءَ ڏانهن هو. هالن جي ويجهو رهندڙ سيد محسن شاهه سان سندس والد پير غوث محمد جي ويجهڙائي هئي. اشرف شاهه به سندس ارادتمند ٿيو. پير صاحب جي زندگيءَ ۾ هڪ دکدائڪ واقعو ٿيو. سندس جوان پٽ کي ڳوٺ راڄي خانائيءَ وٽ شهيد ڪيو ويو. جنهن صدمي



پير اشرف شاهه ڪاماري واري جي مزار

کيس جهوري وڌو. قاتل وٽس معافي لاءِ آيا ۽ پير صاحب دل تي پٿر رکي، کين معاف ڪري ڇڏيو راڄي خانائيءَ مان بکيرن ڏي لڏڻ ۽ اُتان ڪاماري ۾ سڪونت پذير ٿيڻ جو هڪڙو سبب اهو به ٿي سگهي ٿو. پير صاحب مريدن جي روحاني تربيت سان گڏ سندن سماجي مسئلا به حل ڪندو هو. انگريزن خلاف آزاديءَ جي جنگ ۾ به ڀهرو ورتائين. مولانا ابوالڪلام آزاد جو مداح هو ۽ سندس اخبار "الهلال" لاءِ چندو ڪري موڪليندو هو.

پير اشرف شاهه جو ڪلام، ڪافين، مولودن، مداحن ۽ بيتن تي مشتمل آهي. سندس ڪلام جو مجموعو گادي نشين پير ميان خان محمد 1914ع ۾ ليٿي ۾ ڇپايو هو جنهن کي بعد ۾ 'ڪلام اشرف' جي نالي سان نامور شاعر، نياز همايونيءَ ترتيب ڏئي ڇپايو. پير صاحب 14 ربيع الاول، آچر جي رات 1277هه مطابق 30 سيپٽمبر 1820ع ۾ وفات ڪئي.

**پيراشوٽ** (Parachute): اڄوڪي دؤر ۾ پيراشوٽ (ڇٽيءَ) جو استعمال عام ٿي چڪو آهي. ٻي جنگ عظيم دوران پيراشوٽ کي تمام گھڻو ڪم آندو ويو ۽ اڄ به پيراشوٽ کي ساڳي اهميت حاصل آهي. پيراشوٽ نه رڳو جان بچائڻ جي ڪم اچي ٿي، پر ان وسيلي فوجي ٽڪاڻن تي گولا، بارود به وڏين پيتين ۾ وجهي اڇلايا ويندا آهن. ان ڪانسواءِ ٻوڏ وارن علائقن ۾، جتي اچ وڃ جا سڀئي رستا بند هوندا آهن، پيراشوٽ وسيلي امدادي پارٽيون، دوائون ۽ ڪپڙا پهچائينديون آهن.



پيراشوٽ جو تصور سڀ کان اڳ اٽليءَ جي مشهور سائنسدان، ليونارڊو ڊاونچي ڏنو هو جيڪو ساڳئي وقت هڪ عظيم چترڪار به هو. هن اهو تصور 1485ع جي آخر ڌاري پيش ڪيو ان ڪانسواءِ هن هوا بازيءَ جو نظريو به پيش ڪيو ۽ هوائي جهاز جو خاڪو به تيار ڪيو ارڙهين صديءَ جي آخر 1797ع ۾ اينڊري گارنيرن (Andre Garnerin) سوراخدار پيراشوٽ (Vented parachute) ايجاد ۽ استعمال ڪئي. البت جان بچائڻ لاءِ پيراشوٽ جو استعمال 4 جولاءِ 1808ع تي ڪيو ويو جڏهن ڦوڪٽي کي باهه لڳي وئي ۽ ان مان وڃڪي ڪارنتو نالي ماڻهوءَ ٻاهر ٽپو ڏنو. روس ۾ 1911ع ۾ پيراشوٽ تي ڪافي تحقيقات ڪئي وئي ۽ اها تفريحي مقصدن لاءِ به ڪتب اچڻ لڳي. 1930ع تائين پيراشوٽ وسيلي ٽپو ڏيڻ روس جي بهادريءَ وارين راندين ۾ شمار ٿيڻ لڳو ۽ ان جي اها حيثيت عام ٿي وئي. 24 آگسٽ 1940ع تي حزنوف نالي هڪ روسيءَ اٽڪل ڇهن هزار فوٽن جي متاهينءَ تان ٽپو ڏنو ۽ 370 فوٽن جو مفاصلو طئه ڪرڻ کان پوءِ پيراشوٽ کوليو. 1940ع تائين 10 لکن کان مٿي روسي ماڻهو اها سکيا حاصل ڪري چڪا هئا. ٻي جنگ عظيم دوران 24 جون 1943ع تي ليفٽيننٽ ڪرنل ڊاڪٽر ڊبليو رينڊن لوئس 40 هزار فوٽن جي بلنديءَ تان ٽپو ڏنو ۽ اضافي آڪسيجن جي مدد سان زمين تي لهي آيو. انهيءَ بيمثال جرئتمنديءَ جي صلي ۾ هن هوابازيءَ جو اهم انعام حاصل ڪيو. آهستي آهستي پيراشوٽ جو استعمال عام ٿيڻ لڳو. هاڻي ته پيراشوٽ وسيلي پربتن جيڏيون ٽينڪون، فوجي جيپون ۽ فوجي ٽرڪون به ميدان جنگ ۾ پهچايون وڃن ٿيون. ان ڪري اڄڪلهه پيراشوٽ کي وڏي اهميت حاصل آهي.

پيراشوٽ جو ڪپڙو اڳ ئي تهه ٿيل هوندو آهي. جنهن کي پوءِ هواباز هڪ رسيءَ کي سٽَ ڏئي کوليندو آهي. رسي ڪلڻ شرط هڪ جهٽڪو ايندو آهي. پيراشوٽ جي رخ تي سائنسدان اڃا ڪنٽرول ڪري نه سگهيا آهن ۽ 'جيڏانهن ڪنڌ تيڏانهن پنڌ' واري ڳالهه وانگر جيڏانهن هوا جو رخ هوندو آهي، اوڏانهن هوا سان گڏ آهستي آهستي هلندي ويندي آهي، جنهنڪري ڪڏهن ڪڏهن هوابازن کي جتي لهڻو هوندو آهي، اتي لهڻ بدران ڪنهن ٻيءَ جڳهه تي وڃي لهندا آهن. جيئن جيئن پيراشوٽ هيٺ لهندي ويندي آهي، ان تي ڪشش ثقل اثر ڪرڻ شروع ڪندي آهي ۽ هوا باز جي لهڻ جي رفتار تيز ٿي ويندي آهي ۽ زمين کان ستن اٺن فوٽن جي متاهينءَ کان ئي هواباز زمين تي ٽپو ڏيندو آهي. ائين نه ڪرڻ سان هوا باز زخمي ٿي سگهي ٿو. اڄڪلهه ته پيراشوٽ، هواباز جي سيٽ سان ٻڌل هوندي آهي. هنگامي حالتن ۾ رڳو بٽڻ دٻائڻ سان جهاز جو مٿيون حصو کلي ويندو آهي ۽ سيٽ مٿي اڇلجي ويندي آهي ۽ هواباز پيراشوٽ کولي آرام سان هيٺ لهي ايندو آهي. پيراشوٽ وسيلي هيٺ لهندڙ ماڻهوءَ کي 'ڇٽي بردار' چيو ويندو آهي ۽ پيراشوٽن وسيلي لهندڙ فوجن کي "ڇٽي بردار فوج" ڪوٺيو ويندو آهي. ڇٽي بردار فوج اڄڪلهه گهڻو ڪري هر ملڪ ۾ موجود آهي.

**پير، اصحابي محمد اسماعيل**: پريا شهر کان ٻه ڪلوميٽر اوڀر طرف، ڳوٺ جلباڻيءَ کان لڳ ڀڳ هڪ ڪلوميٽر اتر - اوڀر ۾ درگاهه پير اصحابي محمد اسماعيل مشهور آهي. اُن بابت روايت آهي ته پير اسماعيل نبي اڪرم صلعم جو اصحابي هو مزار مبارڪ جي مٿان هڪ ڪشادو صفو ۽ چوگرد پڪو ڪنهڙو تعمير ٿيل آهي. ڏکڻ ۾ هڪ ننڍي مسجد ۽ زائرين لاءِ مسجد پرسان لانڍي به ٺهيل آهي. درگاهه جي هيٺان اڳئين پاسي کان ڍورو آهي، جنهن ۾ هر وقت سر جو پاڻي بيٺو رهي ٿو. سال 1960ع ڌاري مائي راسل گوپانگ هن درگاهه جو ڦريو ڦوڪارو ڪندي هئي، جنهن کي 'درگاهه جي فقيرياڻي' سڏيو ويندو هو گذريل ڪجهه سالن کان غلام مصطفيٰ خاصخيلي عرف بگن فقير درگاهه تي باقاعدي رهائش اختيار ڪري، خدمت سرانجام ڏيئي رهيو آهي. درگاهه شريف تي هر مهيني 14 تاريخ راڳ رنگ جي محفل ٿيندي آهي.

**پيرا گوئي** (Paraguay): هن ملڪ جو سرڪاري نالو جمهوريه پيراگوئي (Republic Del Paraguay) آهي. پيراگوئي درياهه جي مناسبت سان هن کي پيراگوئي نالو ڏنو ويو آهي. هي ملڪ ڏکڻ آمريڪا ۾ آهي. جنهن جي اتر اولهه ۽ اتر ۾ بوليويا، اوڀر ۾ برازيل، ڏکڻ ۽ ڏکڻ اولهه ۾ ارجنٽينا جا ملڪ واقع آهن. پيراگوئي سمنڊ ڪانسواءِ ملڪ آهي، هتي الٽ پليٽ درياهه جنهن ائٽلانٽڪ سمنڊ سان ملائي ٿو.

پيراگوئيءَ جي سرڪاري ٻولي اسپيني (گوراني) آهي. هتان جي موسم گرم ۽ گهميل رهي ٿي. جابلو علائقن ۾ موسم خوشگوار هوندي آهي. پيراگوئي جي مکيه زرعي پيداوار ڪاساوا، ڪپهه، سويابين، تماڪ، ڪٽڪ، مڪئي، شڪرقندي (گجر)، ٻج، ميوا ۽ ڀاڄيون، جانور ۽ ڪاٺ آهي. مکيه صنعتن ۾ فوڊ پروسيسنگ، گوشت جي پيڪنگ، ٽيڪسٽائيل، ڪاٺ جو ن شيون، ڪيميائي شيون ۽ سيمينٽ شامل آهي. پيراگوئيءَ جي آزاديءَ جو ڏهاڙو 14 مئي 1811ع آهي ۽ هن جي گڏيل قومن جي ارادي (UNO) جي ميمبرشپ 24 آڪٽوبر 1945ع کان آهي.

**پير الاهي بخش**: (ڏسو: الاهي بخش، پير)

**پير الاهي بخش انصاري 'محبوب الاهي'**: معلم ۽ مدرس پير الاهي بخش ولد خدابخش ولد جان محمد انصاريءَ جي ولادت 1348هه/ 1929ع ڌاري ضلعي دادو تعلقي خيرپورناٿن جي هڪ ننڍڙي ڳوٺ 'ڪرڪٽ' ۾ ٿي. قرآن مجيد پنهنجي والد وٽ پڙهيائين. فارسي تعليم مولانا محمد چٽل لغاريءَ (82- 1982ع) وٽ پوري ڪيائين. ان دوران گوزي اسڪول ۾ سنڌي فائنل تائين تعليم ورتائين. پوءِ عربي تعليم مدرسي ڪڙيي غلام الله ۾ مولانا محمد اسحاق ڪوهاري (متوفي 1381هه/ 1961ع) وٽ پڙهيو. ڪجھ وقت نصرپور ۾ مولانا عبدالحق ربانيءَ وٽ پڙهيو. سندس استادن ۾ مولانا خان محمد آڳرو (متوفي 1388هه/ 1968) مولانا عبدالرحمان پٺي شريف وارو به هئا. جيڪي قرآن جا حافظ هئا ۽ ڪين قرآن پاڪ جي ناسخ منسوخ حڪمن تي درڪ حاصل هو ۽ علمِ حديث، فتويٰ نويسي ۽ فقه تي وڏو عبور رکندا هئا. انهن استادن جي محنت سان ذوالحج 1365هه/ آڪٽوبر 1946ع ۾ تحصيلِ علم کان فارغ ٿي اباڻي ڳوٺ ۾ هڪ ديني مدرسو جاري ڪيائين. فارسي، عربي، فقه، تفسير، حديث، اصول، منطق وغيره وڏيءَ مهارت سان پڙهائيندو هو. تصوف ۽ روحانيت جي حصول لاءِ پير عبدالغفار عرف 'پيرمٺا سائين' سان سلسله نقشبندي ۾ بيعت ورتائين.



هو سخي ۽ وضع وارو استاد هو. بيباڪي ۽ حق گوئيءَ سبب ڪيترين تڪليفون برداشت ڪيائين. پر مستحڪم مزاجيءَ سان هر مصيبت کي منهن ڏنائين. عالم، فاضل، محقق ۽ پرهيزگار شخص هو. معقول ۽ منقول تي عبور رکندو هو. شعر گوئيءَ تي طبع آزمائي ڪيائين. خطاط به سٺو هو.

سندن شمار سنڌ جي انهن حقاني ۽ رباني عالمن ۾ ٿئي ٿو جن قول ۽ ڪردار، علم ۽ معرفت سان اجايل دلين جي آبياري ڪئي. پاڻ ڪيترا ڪتاب لکي انڌن عقيدن جي اصلاح ڪيائين.

جهالت ۽ وهم پرستيءَ خلاف لکيائين. سندن زبان ۽ قلم ۾ زور هو. فقه، تصوف، علم ۽ عرفان جو صاحب هو. پاڻ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ماڻهن جي خوشين ۽ غمين جي ميڙاڪن ۾ وڃي محمدي پيغام پهچائيندو هو. عمر جي آخري پساهن تائين مطالعو جاري رکيائين. سچي چمار تهجد گذار رهيو. سندس تصنيفن ۾: 'قوة السالڪين'، 'بهجة القلوب' ۽ 'جامِ عشق' ڪتاب شامل آهن. پير صاحب 24 ربيع الاول 1411هه/14 آڪٽوبر 1990ع ۾ ماتلي ضلعي بدين ۾ هن فاني جهان مان لاڏاڻو ڪيو. سندس مزار ماتلي شهر ۾ ٽنڊي غلام علي روڊ تي عام ۽ خاص جي زيارتگاهه آهي. سندس گادي نشين پير ڪرم الله، پير صاحب جي مشن کي جاري رکيو اچي. سنڌ ۾ سندس وڏي تعداد ۾ عقيدتمند موجود آهن.

**پير الهداد جو ميلو**: هيءُ ميلو جوهي تعلقي ۾ لڳندو آهي. شهر جوهيءَ کان ڇهن ميلن جي مفاصلي تي اتر ۾ پير الهداد جي مزار آهي. هيءُ هڪ پراڻو مقام آهي ۽ هي بزرگ ذات جو لنڊ چيو وڃي ٿو جنهن جي مزار تي هر سال بڊي مهيني ۾ ميلو لڳندو آهي. ڪڏهن برساتن جي ڪري ميلي جون تاريخون بدلائي به ڇڏيندا آهن. درگاهه تي راڳ جو خاص انتظام هوندو آهي.

**پير امجد شاهه جيلاني**: (ڏسو: امجد شاهه جيلاني، جلد پهريون)

**پير اُميد علي شاهه 'اُميدن پريو'**: هن بزرگ جو خانداني سلسلو 'ملتاني غوثي' آهي. سندس وڏا گهڻي زماني کان 'اگهاماڻي' شهر تعلقي ماتليءَ ۾ رهندا هئا ۽ اجا تائين اُتي سندس مقبرا آهن. پير اميد علي شاهه گهڻو ڪري ٽنڊي محمد خان ۾ رهندو هو جتي 5 رجب، 1285هه (22 آڪٽوبر 1868ع) تي وفات ڪيائين. سندس تربت ٽنڊي محمد خان ۾ ميرن جي بنگلي جي اُتر اولهه ڪُنڊ تي، شهر جي ڇيڙي تي آهي. هن جي چوڪنڊيءَ ۾ چار قبرون آهن: در وٽ اُڀرندي طرف پهرين سندس ئي تربت آهي. سندس ساڄي پاسي سندس پاءُ غلام حسين شاهه مدفون آهي؛ ان جي پرسان، سندس فرزند پير حاجي نظر محمد شاهه آرامي آهي، جنهن بنا اولاد، 1330هه (1911ع) ۾ وفات ڪئي؛ چوٿين تربت پير امير علي شاهه بن پير سمن شاهه جي آهي، جنهن 26 رمضان 1358هه/ 11 آڪٽوبر 1939ع تي وفات ڪئي.

**ڪلام**: پير اُميد علي شاهه جون صرف ڪافيون هٿ اچي سگهيون آهن، جيڪي معرفت ۽ حقيقت کان سواءِ عاشقاڻي مضمون سان ڀريل آهن. ڪافين ۾ هن سنڌ جي مشهور رومانوي داستانن کي ڳايو آهي، جن ۾ سسئيءَ جي عاجزي، انڪساري ۽ سرصدقي ڪرڻ جهڙا مضمون بيان ڪيا اٿس.

**پيراندي**: کٽ ۽ پلنگ وغيره جا ٻه پاسا ٿين. هڪ سيراندي ٻيو پيراندي، سيرانديءَ واري پاسي سِرُ (ڪنڌ) رکبو آهي ۽ پيرانديءَ واري پاسي پير ڪبا آهن. کٽ جي واڌڻ وارو پاسو پيراندي ليکبو آهي. ائين ئي قبر جي پيرانديءَ کان بيهي اڪثر ماڻهو گذاري ويل ماڻهن لاءِ دعا گهرندا آهن. قربت ۽ هيٺاهين وٺڻ واري معنيٰ ۾ اهو لفظ اصطلاحي طور به استعمال ٿيندو آهي. شاهه لطيف جي هڪ بيت ۾ سسئيءَ پاران "پنهونءَ پيراندي نصيب ٿيڻ" جو مطلب به اهڙو ئي آهي.

**پيراٽو پنيرو[1]**: پيراٽو پنيرو سنڌ جي تاريخ جو هڪ اهم ڪردار رهيو آهي. هي هڪ درويش قسم جو ماڻهو هو جيڪو ٺٽي شهر جو رهاڪو چيو وڃي ٿو هن جي ڪردار بابت عجيب غريب روايتون ملن ٿيون. هو شاعر هو. جنهن جا ڪيترائي مزاحيه بيت ملن ٿا. هن جي بيتن ۽ سلوڪن جون زماني جي حالت ۽ حقيقت موجب معنائون ڪڍيون ويون آهن. سندس ڪي بيت نموني طور ڏجن ٿا:

جان وڃان واٽ وٺيو ته ڪهڙ ۾ ڪڙڪو
گدڙ ۽ جرڪو ڪلي ڪلي ڪيرا ٿيا.

ڊرڪ پيراٽا پنيرا، لوڙهي مٽي ليڪ.
جان وڃان واٽ وٺيو اُٺ چڙهيا اچن،
ڦُلا منهنجي جهول ۾، صلاح هو نه ڪن،
چوي پيراٽو پنيرو، بي ايمان ٿا ڏسجن.

**پيراٽو پنيرو[2]**: پيراٽي پنيري جي نالي سان هڪ حقيقي ڪردار، ڪيٽي کهڙا، درياهي ڪڇي جو مالوند پاڳيو ٿي گذريو آهي. پنهنجي ترجو ايماندار ۽ راجوند شخص هو. ڪيس گهوڙا پالڻ جو ڏاڍو شوق هو. گهوڙن جي ڪُڙهه ۾ ڪڪڙيون ڪوٺهڙو ڪنديون هيون. علائقائي ماڻهن موجب هڪڙي رات ڪاوڙ ۾ اچي ڪڪڙين کي ماري ڇڏيائين، جيئن ئي ننڊ مان جاڳيو ته پوليس ڪيس هڪ همراهه خانو ڪڪراڻيءَ جي خون جي ڏوهه ۾ گرفتار ڪري ورتو. هن گهڻوئي انڪار ڪيو پر سندس ڪپڙن تي ڪڪڙين جي رت جا داغ، سندس خلاف شاهد بنجي بيٺا هئا. سيشن ڪورٽ ڪيس ڦاسيءَ جي سزا ڏني، پر اپيل ڪرڻ

سبب خيرپور جيل ۾ رکيو ويو. ٻن هفتن کان پوءِ جيل جي ڪوٺڙيءَ جون سيخون ڪٽي، جيل مان ڀڄي درياهه پار ڪري مدئجي واري ٻيلي ۾، سومر ڳوٺ ۾ حاجي موريي ابڙي وٽ ميهن جو ڊراڻ ٿي اچي ٻيلو حاجي موريو ڪيس اولاد وانگر سمجهندو هو، چوته ڪيس اولاد ڪونه هو. ڏيڍ سال گذرڻ کان پوءِ حاجي موريي جي پائرن، مال تي قبضي ڪرڻ لاءِ موريي کي ماري هن تي الزام لڳايو ۽ متس ڪيس داخل ڪيو ويو. شڪارپور جي سيشن ڪورٽ ڪيس ڦاسيءَ جي سزا جي فتويٰ ڏني. ارڙهن مهينا جيل ۾ رهڻ کان پوءِ هي سمجهي نه سگهيو ته هيءَ ماجرا ڇا آهي. فتويٰ ٻڌي سيشن ڪورٽ پوليس هن کي سکر جيل پهچائڻ لاءِ اسٽيشن ڏانهن پيدل سفر شروع ڪيو. ريلوي لائين پار ڪرڻ لاءِ ترسي پيا. ڇاڪاڻ ته مال گاڏي اچي رهي هئي. ريل جي اچڻ مهل هن پنهنجي زندگيءَ جو سودو گهڙين ۾ سوچيو. ڦاسي ته هن کي ملڻي ئي هئي. جڏهن انجڻ ويهن قدمن جي مفاصلي تي هئي ته هن پٽڙي ٽپڻ لاءِ زور سان ٽپو ڏنو اوچتي سٽ سبب ٻي خبر پوليس واري کان رسو ڇڏائجي ويو ۽ هن پٽڙي پار ڪري ورتي. مال گاڏي به ڪافي ڊگهي هئي. هن به پيرن تي زور رکيو. رات ٿي چڪي هئي، اڌ رات جو مدئجيءَ جي ڪاٺ مڏيءَ واري دوست وٽ پهتو جنهن سندس هٿ ڪڙيون ڀڃي ڪڍيون ۽ هن جا هٿ آزاد ڪيا. پوءِ ڪپڙا بدلائي پنهنجي پٽڻ واري دوست وٽ وڃي پناهه ورتائين. ڇهن سالن جي ڊگهي عرصي بعد جڏهن هو پنهنجي گهر پهتو ته هن لاءِ ٽي خون انتظار ڪري رهيا هئا. پوليس ٿاڻي تي وڃي پاڻ کي گرفتاري لاءِ پيش ڪيائين ۽ اقرار ڪيائين ته اڳين خونن ۾ تازو نئين ڪڪراٽيءَ جي قتل جو فقط آءٌ ئي اڪيلو جوابدار آهيان. ڪيس هٿ ڪرڻ لاءِ 5000 رپيا انعام رکيل هو. عدالت کي شاهدن جي ضرورت ڪا نه پئي، چوته هن پاڻ ٽن خونن جو اقرار ڪيو هو. رحم جي اپيل رد ڪندي ڪيس ڦاهي ڏيڻ جو حڪم ڏنو ويو.

**پيراٽي:** تعلقي ڄام نوازعليءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پيراٽي ٽائون، سانوڻ ڳاهو، عبدالرشيد مري، حاجي ابراهيم خان مري، آچر مگسي، حاجي وساند کوهي مري، بلاول خان مري، راجا خان مري، جان محمد مري، وزير ڪلوئي ۽ حبيب الله جمالي.

**پيراٽي جو پار:** ضلعي ٿرپارڪر جي تعلقي ڇاڇري ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پوڄڙو، ڪيمي جو پار، پيراٽي جو پار، شاهه بيگ جي ڊاٽي، ڊاٽي محمد مگريو، خير محمد ڊاٽي، روپي جو پار، پنجو جو پار، رڙ يارو، ڏسير جي ڊاٽي، ڊاٽي خالقڏنو حڪيم جو پار، نارواٽي ۽ صاحب ڏني جي ڊاٽي.

**پير باريءَ جو آستان:** هي آستان سکر ۾ ڪُتي جي قبر کان اوپر ۾ مير ابوالباقي پورانيءَ جي مقبري سان لڳولڳ ڊسٽرڪٽ ڪائونسل آفيس جي پرسان آهي. هڪ خسته حال مسجد به موجود آهي، جنهن جون پاسن وراڻيون پٽيون ۽ گنبذ ڊهي چڪا آهن. ڪاشي ۽ مصالحو هنڌان هنڌان اکڙي ويو آهي. پر هن مسجد جي ڪاشيءَ جا نمونا هينري ڪزنس پنهنجي ڪتاب (Sindh Tiles: 1906) ۾ ڏنا آهن. ڪزنس به هن مسجد کي خسته حال ڏٺو هو. هن اتان ڪجهه سرون ڪٽي انهن جا فوٽو ڪڍيا هئا. سندس چوڻ هو ته هن قسم جي ڪاشيءَ جو نمونو سجيءَ سنڌ ۾ استعمال ٿيل سرن کان مختلف آهي.

**پير باقر شاهه جو قبرستان** (جيلانيءَ وارو مقام): هي قبرستان ڪلهوڙا - ٽالپر دور ۽ نئين دور جو قديم قبرستان آهي، جيڪو ديهه ڏيسوئي، تعلقي ٽاٽي بولاخان، ضلعي ڄام شوري ۾ آهي. هي قبرستان ٽاٽي بولاخان شهر کان ڪلوميٽر ڏکڻ طرف آهي. قبرستان ۾ قبرن جو تعداد ججهو آهي، جيڪي سيمنٽ يا چيروليءَ سان لنبيل آهن. ڪن تي پراڻي دؤر جون ڪاشيءَ جون سرون لڳل آهن. جن تي نيرو رنگ ٿيل آهي ۽ اهي اوائلي اسلامي دؤر واري ڪاشيءَ سان پيٽڻ جهڙيون آهن. ڪي قبرون پٿر جون آهن. ڪي قبرون ٿلهن تي به ٺاهيون ويون آهن. انهن مان هڪ قبر هڪ احاطي اندر آهي، جنهن تي 1279هه/1862ع لکيل آهي. هن قبر کي پٽ ڍڪيل آهي ۽ ان تي ڪو ڇتائون مقبرو يا ڇٽي موجود نه آهي. احاطي ۾ ٻيون ڪيتريون ئي قبرون آهن. هي ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ ”24 '24°25 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ ”96 '59°67 تي موجود آهي. بزرگ باقرشاهه، جنهن جي نالي سان هي قبرستان سڏجي ٿو سو ٽاٽي بولاخان وارن سيدن جو جد امجد هو. قبرستان جا ڪي حصا سني نموني سنڀاليل آهن.

**پير، ٻبر شير جو مقبرو:** اسلامي طرز جو هي مقبرو باجارا شهر جي اتر ۾ هڪ ڪلوميٽر جي پنڌ تي تعلقي سيوهڻ، ضلعي ڄام شوري ۾ آهي. هي مقبرو هڪ پڪي رستي سان ڳنڍيل آهي، جيڪو پوءِ جو ٺهيل آهي. مقبري کي 1996ع ڌاري ڍاهي نئين سر ٺاهيو ويو، جنهن لاءِ وقت جي حڪومت پئسا منظور ڪيا هئا. اُن وقت مقبري جو ٻاهريون لنگهه اڃا موجود هو. اصل مقبرو چوڪنڊو، رٿيل هو ۽ ان جي مٿان نوڪدار گنبذ تعمير ٿيل هو.

**پير ٻٽرو:** تعلقي جيڪب آباد جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

الله آباد (نئون الله آباد) پراڻا چانگ، نور محمد پلال ۽ مستي خان.

**پير بخاري[1]:** انگريزن خلاف جدوجهد ڪندڙ هن اهم ڪردار، پير بخاريءَ جو اصل نالو سيد اسدالله شاهه ولد سيد علي شاهه هو. هيءُ اوڻيهين صديءَ جي پهرئين ڏهاڪي ۾ قنڌار (افغانستان) ۾ پيدا ٿيو. والد جي وفات بعد پنهنجي ڀاءُ سيد عبدالحميد شاهه سان گڏ چوٿين ڏهاڪي ۾ قنڌار کان خانڳڙهه (جيڪب آباد) لڏي اچي ويٺو. 1843ع ۾ انگريزن، ٽالپرن کي شڪست ڏئي، سنڌ تي قبضو ڪري ورتو. خانڳڙهه (جيڪب آباد) انهن ڏينهن ۾ هڪ ننڍو ڳوٺ هو، جتي سيد اسدالله شاهه پنهنجي ڀاءُ سان گڏجي هڪ ننڍي مسجد ٺهرائي، جيڪا اڄڪلهه شهر جي جامع مسجد سڏجي ٿي. انگريزن جي قبضي کان پوءِ سيد اسدالله شاهه، ٻين مجاهدن، دريا خان جکراڻي، دلمراد کوسي، سردار بجار خان ڊومڪي، شاهه عنايت شاهه ۽ سردار شيرعلي بليديءَ سان گڏجي انگريزن خلاف جهاد ڪيو. پاڻ ان تحريڪ جو روح روان ٿيو. سندس رهائش موجوده پير بخاريءَ واري درگاهه وٽ هئي، جيڪا اڄ تائين سندس پونئرن وٽ آهي. انگريزن ان وقت خان ڳڙهه جو نالو مٽائي 'جيڪب آباد' رکيو ۽ وڏن سردارن ۽ وڏيرن کي وڏيون جاگيرون ڏئي، بغاوت کي ڪنهن حد تائين روڪڻ ۾ ڪامياب ويا.

پير صاحب تاريخ 26 شوال 1277هه/ 7 مئي 1861ع تي جيڪب آباد ۾ وفات ڪئي، کيس موجوده درگاهه جي اندر جاءِ ڏني وئي. هيءَ درگاهه 150 سالن گذري وڃڻ جي باوجود اڄ به سندس نالي پير بخاريءَ سان مشهور آهي.

**پير بخاري[2]:** دادو شهر جي پوليس هيڊڪوارٽر جي اوڀر، ڏکڻ واري ڪنڊ ۽ ريلوي اسٽيشن جي اولهه ۾ هڪ مقام آهي، اتي پير بخاري دفن ٿيل آهي، جڏهن 1947ع ۾ پاڪستان ٺهيو ته حبيب شاهه زيدي هتي آيو. جيڪو چڱو حڪيم به هو. حبيب شاهه خواجه معين الدين چشتي اجميريءَ جو مريد هو. هر سال اجميري چادر بخاريءَ جي مزار تي چاڙهيندو هو ۽ قوالي جي پڻ محفل ٿيندي هئي. 1985ع ۾ حبيب شاهه ڪراچيءَ لڏي ويو ۽ اتي وفات ڪيائين. پير بخاريءَ تي هر سال ميلو لڳندو آهي.

**پير بخش**[1]: مشهور سگهڙ پير بخش 'پيرل' ولد فيض محمد مگريو ضلعي لاڙڪاڻي جي ڳوٺ 'ڪانپوري' ۾ 1949ع تي ڄائو. سنڌي چار درجا پڙهيو. هارپو ڌنڌو ڪندو هو. سگهڙپائيءَ جي خاص صنفن ۽ ڏور بيت، سينگار، ڳجهارت ۽ ڳُرچيلي وغيره جو ماهر هو.

**پير بخش**[2]: پير بخش ولد ڏاڙهون چانڊيو مشهور سگهڙ ٿي گذريو آهي، جيڪو 1948ع ۾ ضلعي مٽياري جي ڳوٺ شڪيل چانڊيي، تعلقي هالا ۾ ڄائو. پرائمري تعليم پوري ڪري اباڻو ڌنڌو هارپو اختيار ڪيائين. هي تر جي سگهڙن ۾ مشهور رهيو آهي.

**پير بخش**[3]: هن نالي سان ضلعي لاڙڪاڻي جي تعلقي شهدادڪوٽ ۾ هڪ ديهه آهي، جتي هيٺيان ڳوٺ آباد آهن:

مسمات فياض بيگم، سڪندر علي مگسي، اميرجان مغيري ۽ امداد علي خان بروهي.

- تعلقي ڳڙهي خيري جي هڪ ديهه به ان نالي سان آهي، جنهن ۾ ڳوٺ جعفر مندراڻي شامل آهي.
- تعلقي اوباوڙي جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:
پير بخش، شاهه محمد مزاري ۽ الهه وسايو چاچڙ.

**پير بخش آرادين**: ضلعي خيرپور جي تعلقي ناري ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺان ڳوٺ شامل آهن:

سڪيلڏو آرادين، رسول بخش خاصخيلي، تاج محمد مهراڻي، خير محمد ميربحر، سليمان آرادين، جعفرراڄپر، ڪمال ڪيريو ۽ سائينڏنو ڪيريو.

**پير بخش پٽ**: تعلقي روهڙيءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ پير بخش جي پٽ نالي شامل آهي.

**پير بخش پتو**: هن نالي سان ضلعي شڪارپور ۽ ضلعي لاڙڪاڻي ۾ جدا جدا ٻه ديهون موجود آهن: ضلعي شڪارپور جي تعلقي ڳڙهي ياسين واري ديهه ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

محبت اُتي، الهه آباد نئون، اسحاق ڏيرو ۽ قاسم ڪلهوڙو.

ضلعي لاڙڪاڻي جي تعلقي رتيديري واري ديهه ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پيربخش پُتو، ڪوڪر چوڙا، آباد، شاهين، شيران پور ۽ عبدالڪريم بروهي.

**پير بخش خاصخيلي**: ڪوٽڙيءَ جو ناميارو سماجي ورڪر ۽ سياستدان پير بخش خاصخيلي ٿي گذريو آهي. ادب سان به دلچسپي هئس. 1960ع واري ڏهاڪي ۾ عمر الدين 'بيدار' سان گڏ 'بادل' رسالو ڪيندو هو. آزاد اميدوار جي حيثيت سان 1997ع واري اليڪشن ۾ اميدوار بيلو ۽ تڪ نمبر N.A 177 دادوءَ مان ڪاميابي ماڻي، قومي اسيمبليءَ جو ميمبر بڻيو.

**پير بخش عالماڻي**: موري تعلقي جو مشهور استاد پير بخش عالماڻي، 19 آگسٽ 1919ع ۾ ڳوٺ جهان خان عالماڻي، ديهه ڪوٽ ستابي، تعلقي موري، ضلعي نوابشاهه (هن وقت نوشهري فيروز) ۾ جان محمد خان عالماڻيءَ جي گهر ۾ جنم ورتو ابتدائي تعليم تعلقي موري جي پرائمري اسڪول پُرڻ ۾ ورتائين. 5 درجا مشهور استاد محمد عرس جوڪيي وٽ پُرڻ ۾ پڙهڻ کان پوءِ ڇهون ۽ ستون درجو پرائمري اسڪول ڏيپارجا ۾ استاد قاضي عبدالهاديءَ وٽ پڙهيو ۽ سنڌي فائنل جو امتحان نوشهري فيروز سينٽر مان 1936ع ۾ سٺن نمبرن ۾ ڪاميابيءَ سان پاس ڪيائين. پير بخش غريب گهراڻي جو فرد هو پر ذهن تمام سنو هئس. فائنل پاس ڪرڻ ڪانپوءِ ڪيس خانبهادر امام بخش خان جتوئيءَ جي سفارش تي ايڊمنسٽريٽوِ آفيسر قاضي جان محمد گورنمينٽ پرائمري اسڪول پورل، ديهه 19، داد ۾ پرائمري ماستريءَ جو آرڊر ڏنو جتي 6 مئي 1938ع تي ڊيوٽيءَ تي چڙهيو. 18 مئي 1942ع تائين ساڳئي اسڪول ۾ تعليم ڏيندو رهيو ان بعد ڪيس موري تعلقي جي سنڌي پرائمري اسڪول ٻلال جو هيڊماستر مقرر ڪيو ويو. بعد ۾ پرائمري اسڪول رضا محمد ڏاهريءَ ۾ هيڊماسٽر ٿيو جتي 1 اپريل 1943ع کان 2 ڊسمبر 1945ع تائين ڪامياب نوڪري ڪيائين. رئيس جان محمد ولد گلڻ ڄام ڏاهري سندس شاگرد هو استاد پير بخش جي محنت ۽ شراف جو قدر ڪندي، سيد غلام شاهه ڪيس هڪ پيرو وري پرائمري اسڪول پورل ۾ بدلي ڪرائي گهرايو. جتان ڪيس ٽريننگ ڪاليج فار مين، حيدرآباد ۾ تربيت لاءِ چونڊيو ويو 1 مئي 1948ع تائين ٻه سال ٽريننگ پوري ڪرڻ ڪانپوءِ تعلقي ماستر سڪرنڊ مقرر ٿيو ٻن سالن کان پوءِ پرائمري اسڪول شاهپور چاڪر ۾ هيڊماسٽر مقرر ڪيو ويو. جتي 24 جنوري 1952ع تائين ڪيترن نائب استادن جي موجودگيءَ سان ڪاميابيءَ سان پڙهائي ڪيائين. ان ڪانپوءِ ڪيس پرائمري اسڪول پُرڻ ۾ هيڊماسٽر مقرر ڪيو ويو جتان هن پاڻ پرائمريءَ جي تعليم حاصل ڪئي هئي. ڊپٽي ڊائريڪٽر تعليم، حيدرآباد ريجن، الهڏني خان بلوچ سندس هوشياريءَ ۽ محنت کان متاثر ٿي، ڪيس ٽريننگ ڪاليج منياڻيءَ ۾ استاد مقرر ڪيو. جتي سڄيءَ سنڌ جا استاد ٽريننگ وٺڻ ايندا هئا. ٽريننگ ڪاليج منياڻيءَ ۾ 2 مئي 1960ع تائين رهيو. جتان وري بدلي ٿي پُرڻ، ڄام سيٺار ۽ ڏيپارجا اسڪولن ۾ رهيو. زندگيءَ جو آخري وقت ڳوٺ جهان خان عالماڻيءَ جي پرائمري اسڪول ۾ گذاريائين. جتان 31 مئي 1979ع تي رٽائر ڪيائين. رٽائرمينٽ کان پوءِ ايس. ڪي. بلوچ جي سهڪار سان آل سنڌ عالماڻي تنظيم جو بنياد وڌائين. سندس وفات موري ۾ ڪار جي حادثي سبب ٿي.

**پير بخش فاروقي، 'دلريش'**: پير بخش فاروقي، 25 رمضان 1314هه بمطابق 30 جنوري 1897ع ۾ ڳوٺ فاروق آباد، بدين ۾ ڄائو. سندس پيءُ جو نالو محمد بچل هو. روايت آهي ته سندس نسب جو سلسلو حضرت عمر فاروق رضه سان ملي ٿو. سندس پيءُ، مير شير محمد خان وٽ 'فراش' هو. سندس خدمتن عيوض ڪيس مير صاحب ڪيترن ئي انعامن اڪرامن سان نوازيو هو. پير بخش کي تعليم لاءِ مولوي اسماعيل شيديءَ وٽ ڇڏيو ويو، جتي هن قرآن شريف ۽ سنڌيءَ جي تعليم حاصل ڪئي. هيءُ فقير پنهنجي وقت جو هڪ سٺو عالم فاضل ۽ شاعر به هو هن کي علم سان ڏاڍو چاهه هو، اهوئي سبب آهي جو سندس ڪتب خاني ۾ ڪيترائي عربي، فارسي، اردو ۽ سنڌي جا ڪتاب موجود هئا. شاعريءَ ۾ ڪافي ۽ غزل چيائين، جن ۾ هن روحانيت ۽ تصوف جو ذڪر ڪيو آهي. عمر جي آخري عرصي ۾ پنجاب ۽ سنڌ ۾ چشتيه ۽ قادريه طريقي جي تبليغ ڪيائين. هن درويش رمضان، 1370هه/ 1950ع ۾ وفات ڪئي. سندس مزار بدين ۽ ننڍي شهر جي رستي تي ته منهينءَ کان اوڀر طرف آهي، جتي ساليانو عرس به ٿيندو رهي ٿو.

**پير بخش ڳاهو**: تعلقي ناري جي هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سليمان پٽي، ميهر شاهه، راجو راجپر، قائم شاهه، رمضان ڪاڇيلو ڪريم بخش آرائين، ڪرڙ آرائين ۽ رسول بخش ملو.

**پير بخش لاڙڪ**: ناميارو مصور پير بخش لاڙڪ نوشهري فيروز ويجهو ڳوٺ راهو ڪاهيءَ ۾ 1947/48ع ڌاري جائو ننڍي هوندي کان ئي مصوريءَ جو شوق هئس. پرائمري تعليم دوران ڳوٺ جي وڻن، ٽڻن ۽ پٽين جون تصويرون ٺاهيندو رهندو هو. بعد ۾ اسڪولي تعليم دوران ڊرائنگ جي سکيا پنهنجن استادن کان ورتائين. هن لينڊ اسڪيپ، پورٽريٽ، اسٽل لائيف، پين ورڪ، پينسل ورڪ، پوسٽر ورڪ، نائيف ورڪ، چارڪول ورڪ ۾ گهڻو ڪم ڪيو آهي پر ڪيس واٽر ڪلر جو ڪم وڌيڪ پسند آهي. هن حليم بروهي ۽ ع. ق شيخ جا شاهڪار پورٽريٽ ٺاهيا. هن وقت نوشهري ويجهو پنهنجي ڳوٺ، 'راهو ڪاهيءَ' ۾ رهائش پذير آهي. سندس فرزند جبران خليل لاڙڪ، آءِ ٽي شعبي ۾ مهارت رکي ٿو.

**پير بلاولي**: تعلقي هالا جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سعيد خان لغاري، ڪابل سهتو، حاجاڻا، ڳوٺ ماڇي، جيندل شاهه، جي. ايم. سيد ڪالوني، وڪيو ماڇي، ڦنيپر، راڄڙ، پير بلاولي، ماستر محمد موسيٰ ڦنيپر، ماستر رانجهن لغاري، ڪنير ۽ ونهيل پاٽوٺ.

**پير بنگل جي مزار**: تعلقي قمبر جي ديهه ڪوهستان ۾ 'سيتا نئن' جي ڪاٻي ڪنڌيءَ پرسان پير بنگل جي مزار آهي. مزار ۾ داخل ٿيڻ کان اڳ ٻاهر وڻ ۾ لٽڪيل گهنڊ کي وڄايو ويندو آهي. هن پير ٻه اڍائي سئو سال اڳ اچي هتي آستانو قائم ڪيو هو. سندس مزار ٻاهران پٿرن جو گول لوڙهو آهي. ان ۾ پير جي مقبري سان گڏ ٻه ٽيهون ٻه مزارون آهن، جن لاءِ چيو وڃي ٿو، ته هڪ سندس زال ۽ ٻي سندس پٽ جي قبر آهي. قبر جي پيراندي ۽ سيرانديءَ کان اڍائي فوٽن جا پٿر اُڀا بيهاريا ويا آهن. قربانيءَ مهل جانورن جو رت انهن پٿرن تي هاريو ويندو آهي.

**پير بي واسطو**: پير بي واسطو تعلقي موري ۾ دفن هڪ درويش آهي، جنهن جي مزار گڇيري شهر جي اولهه ۾ ڪچين سرن جي وڏي ٽلهي تي موجود آهي. مقامي روايتن مان معلوم ٿئي ٿو ته هي بزرگ لعل شهباز قلندر جو همعصر هو ۽ روزانو درياهه پار ڪري ساڻس ڪچهريءَ لاءِ ويندو هو.

**پير پلڻ شاهه جيلاني**: پير پلڻ شاهه، ڏهين صدي هجريءَ جي بزرگ شاهه اسماعيلؒ جي اولاد مان ٿي گذريو آهي، جنهن 1895ع ڌاري نورائي شريف ۾ جنم ورتو. گهڻي تعليم ڪا نه هئس، پوءِ به وٽس قيمتي ڪتابن جو وڏو ذخيرو هو. هيءَ هڪ ئي وقت شاهه شهاب الدين ۽ شاهه اسماعيل جي درگاهن جو ٽيرهون سجاده نشين هو. ان ڪري سندس پري پري وڏو اثر رسوخ هو. هن جا وقت جي حڪمرانن سان سٺا لاڳاپا هئا. شڪار جو به شوقين هو ۽ درگاهه جي ساليانې ميلي تي ملاکڙي ۽ راڳ رنگ جون محفلون لڳرائيندو هو. هن چار شاديون ڪيون، پر اولاد ڪو نه ٿيس. 4 جنوري 1947ع ۾ وفات ڪيائين. سندس مزار نورائي شريف ۾ آهي.

**پير تاج الدين شاهه 'تُريل'**: پير تاج الدين، اسماعيلي نزاري سلسلي جي داعي پير صدرالدين شاهه جو فرزند هو ۽ ڪيس پنهنجي وڏي ڀاءُ پير حسن ڪبيرالدين جي وفات کان پوءِ 'امام الوقت' جي پيراڻي جو عهدو عطا ٿيو. سندس نالو ته تاج الدين هو پر اسماعيلي مريدن ۾ 'شاهه تُريل' لقب سان مشهور ٿيو. هن پنهنجي پيءُ سان گڏ سومرن ۽ سمن جي دور ۾ اسلام جي تبليغ ڪئي ۽ پيءُ جي وفات کان پوءِ جوڻ، فتح باغ، ڊنڊي (سنڌ) کان سواءِ ڪڇ ۽ گجرات ۾ به اسماعيلي تبليغ جو سلسلو جاري رکيو. هڪ روايت موجب لاڙ جا اسماعيلي خواجا ڪيس 'پَرهلاد' به چوندا هئا، جنهنڪري سندس اولاد 'پرهلاد پوٽڙا' يعني 'پرهلاد جا پوٽا' به سڏائيندا هئا. پير تاج الدين جي ننڍپڻ ۽ جوانيءَ جي باري ۾ تاريخن ۾ وڌيڪ احوال نٿو ملي. هن پنهنجن وڏن پائرن، خاص ڪري پير حسن ڪبيرالدين کان دعوتي معاملن جي سکيا ورتي هئي. پير تاج الدين جي دعوت جو مرڪز سنڌ جو لاڙ وارو خطو هو پر پنجاب، ڪڇ، گجرات، ڪاٺياواڙ ۽ راجستان ۾ به هُن تبليغ ڪئي هئي. هڪ روايت موجب پير تاج الدين جڏهن 'ناري' جي پٽ ۾ آيو ته اتي ٺڪرن جو وڏو راڄ هو. جن ساڻس جنگ ڪئي، پر پير صاحب کين شڪست ڏني، پوءِ انهن مان ڪيترا سندس مريد ٿيا، جن جا پويان اڄ سوڌو 'سوڍا ساند' سڏجن ٿا.



پير تاج الدين 'تريل' جو مقبرو

پير تاج الدين اسماعيلي عقيدي جي ٻٽيهين امام سيدنا مستنصر بالله ثانيءَ (827هه/1423ع - 868هه/ 1463ع) جي امامت واري دور ۾ سنڌ جي اسماعيلي جماعت پاران امام الزمان لاءِ مليل سوکڙيون پاکڙيون کڻي ايران اُسهيو. ديدار ۽ مُلاقات کان پوءِ سوکڙيون، امام کي پيش ڪيائين. جن ۾ ڪپڙي جو هڪ ٽُڪر به هو. جيڪو 'پانيري' جماعت طرفان ڪيس امام صاحب کي پهچائڻ لاءِ ڏنو ويو هو. امام صاحب اهو ڪپڙي جو ٽڪر تاج الدين کي سوکڙي طور ڏنو. جنهن مان هو پهراڻ ٺهرائي واپس سنڌ موٽيو. ڪيس ان ڪپڙي جو پهراڻ پاتل ڏسي پانيري جماعت کي شڪ جاڳيو ته هن امام صاحب کي ڪپڙو نه پهچايو آهي. ان تي جماعت جي مکيه رُڪنن: نظام الدين ۽ ڪپور، پير صاحب کي ڌَمڪايو ۽ بُرو ڀلو چيو. پير تاج الدين کي ان بيجاءِ هلت تي ڏک پهتو ۽ انهيءَ ڏک ۾ 1467ع ۾ وفات ڪيائين. سندس روضو پيرُو لاشاري اسٽيشن (ضلعي بدين) کان پنج ميل اُتر ۾ اَڄ واري علائقي ۾ آهي، جتي هر سال مارچ مهيني ۾ ميلو لڳندو آهي، جنهن ۾ سنڌ جي اسماعيلي خواجن کان سواءِ ڪڇ، ڪاٺياواڙ ۽ آفريڪا جا هزارين اسماعيلي به اچي شريڪ ٿيندا آهن. هن درگاهه جا ڪيترا غير اسماعيلي به معتقد آهن، جيڪي درگاهه تي سُکا لاءِ حاضر ٿيندا آهن.

پير تاج الدين هڪ سُٺو شاعر هو. جنهن جو ڪلام گجراتي ۽ سنڌي ٻوليءَ جي لاڙي ۽ ڪڇي لهجن ۾ ملي ٿو اها شاعري ’ڳنان‘ سڏجي ٿي. سندس ڳنان ڳهڻا نہ تا ملن.

**پير تاج محمد:** ضلعي خيرپور جي تعلقي گنبٽ ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ ماڇي نالي سان ٿي ڳوٺ آباد آهن. ساڳئي نالي سان هڪ ڳوٺ حيدرآباد تعلقي جي ديهہ ’هاليپوٽا‘ ۾ بہ آهي.

**پير تراب علي شاهہ راشدي:** پير تراب علي شاهہ ولد سيد عبدالله شاهہ، 5 ذوالقعد 1274هہ مطابق 17 جون 1858ع تي ڳوٺ علي خان لڳ قمبر، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ڄائو. کيس علم ادب سان بيحد چاهہ هوندو هو. ان ڪري هن ’الراشد‘ نالي رسالو بہ ڪڍيو.

پير تراب علي شاهہ جي سياسي زندگيءَ جو آغاز ’خلافت تحريڪ‘ ۾ شموليت سان ٿيو. تحريڪ جي سرگرم ۽ پرخلوص اڳواڻ جي حيثيت سان خدمت ڪيائين. جڏهن انگريزن خلافت جي حيثيت ۽ حقيقت کي مسخ ڪرڻ لاءِ ’امن سڀا‘ قائم ڪرائي ۽ ان جي روح روان مولوي فيض الڪريم ٺارو شاهيءَ کان ’تحقيق الخلافت‘ نالي هڪ فتويٰ جو رسالو شايع ڪرايو، تہ ان جي رد ۾ خلافتي عالمن ’اظهار الڪرامة‘ نالي فتويٰ جاري ڪئي، جنهن جي پير تراب علي شاهہ بہ تائيد ڪئي هئي.

پير صاحب انهن سياسي اڳواڻن مان هو جن سنڌ توڙي هند ۾ ٿيل ڪانفرنسن ۽ جلسن ۾ شرڪت ڪئي. ’خلافت تحريڪ‘ جي آغاز ۾ ئي ’جميعت علماء هند‘ جو قيام عمل ۾ اچي چڪو هو، اُن ڪري هن 31 ڊسمبر 1919ع تي جميعت جي امرتسر واري اجلاس ۾ شريڪ ٿي، پيش ٿيندڙ تجويزن جي نہ صرف پٺڀرائي ڪئي، پر کيس ان اجلاس ۾ ’جميعت علماءِ هند‘ جي ايگزيڪيوٽو ڪاميٽيءَ تي ميمبر طور ڪنيو ويو. جڏهن ترڪن تي مڙهيل شرطن تي نظر ثانيءَ لاءِ وقت جي وائسراءِ ۽ گورنر جنرل کي هڪ يادداشت نامو ڏنو ويو هو، تہ ان تي سنڌ جي ٻين عالمن سان گڏ پير تراب علي شاهہ بہ صحي ڪئي هئي. جڏهن عالمن جون هي ڪوششون ڪامياب نہ ٿيون تہ هنن ’ترڪ موالات‘ بابت هڪ فتويٰ جاري ڪئي، جنهن جي بہ پير تراب علي شاهہ تصديق ڪئي. جڏهن خلافتي عالمن انگريزن جي مسلم دشمن حڪمت عمليءَ کي ظاهر ڪندي پوري هندستان کي ’دارالحرب‘ قرار ڏنو، تہ هن ’هجرت تحريڪ‘ کي زور وٺائڻ لاءِ مولانا تاج محمود امروٽي ۽ جان محمد خان جوڻيجي جي رفاقت ۾ ڀرپور ڪوشش ورتي. هن محب وطن عالم، 2، شوال سن 1357هہ مطابق 26 نومبر 1938ع ۾ وفات ڪئي.

**پير ترهو:** پير ترهي جو مقبرو ۽ قبرستان دادو تعلقي جي پير ترهي نالي ڳوٺ ۾ دادو ڪئنال سان لڳو لڳ، خاصا چانديا ريگيوليٽر وٽ نور واهہ جي اولهندي ڪناري تي "07 '49 °22 ڊگريون اتر ڊگهائي ڦاڪ ۽ "13 '49 °67 ڊگريون اوڀر ويڪرائي ڦاڪ تي موجود آهي.

پير ترهي جو قبرستان ان ڪري بہ اهم آهي، جو لوڪ شاعريءَ جي سر موڙ شاعر جلال ڪٽيءَ جي قبر هتي آهي. هتي هڪ ڏورو بہ موجود آهي، جنهن کي پير ترهي جو ڏورو بہ چوندا هئا، جنهن اڳتي هلي ڍنڍ جي صورت اختيار ڪئي، جنهن ڍنڍ تي چون ٿا تہ جلال ڪٽي ڪپڙا ڌوئيندو هو.

جلال ڪٽي، شاهہ عبداللطيف جو همعصر ۽ ’سينگار‘ جو وڏو شاعر هو پير ترهو مخدوم بلاول سمي جي بلاولي تحريڪ جو اهم رڪن هو سندس قبر هن وقت پڪ- سري ٺهيل آهي. پير ترهي جو قبو 20 هين صديءَ جي شروعات



جو ٺهيل ٿو ڏسجي. قبو اندران ۽ ٻاهران روغن ٿيل آهي ۽ اتي مقبري تي هر سال ميلو لڳي ٿو.

**پير ترهو رعيتي:** پير ترهو رعيتي، دادو تعلقي جي ديهہ آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن:

فتح پور، الهہ آباد، پيارو آرائين، شاڪي ڪيڙو، فيض محمد ملڪ، قاضي پير محمد، غلام چانڊيو پير ترهو حاجي بچل چانڊيو قمبراڻين جا ڳهن پنهون پنهور، غلام رسول چانڊيو ۽ جمالي وليج.

هن ديهہ ۾ ٽي ڳوٺ تمام اهم آهن. (1) پير ترهو ڳوٺ، جنهن ۾ بلاولي تحريڪ جي اهم شخصيت پير ترهي ۽ جلال ڪٽيءَ جون مزارون آهن. (2) ٻيو ڳوٺ فتح پور هو، جيڪو اصل تہ درياهہ ٻوڙي ڇڏيو، پر هن وقت نئون ڳوٺ ٻڌو ويو آهي. هي ڳوٺ ميرن جو ٻڌايل هو ۽ اُن جا پراڻا کنڊر موجود آهن. (3) ٽيون ڳوٺ غلام چانڊيو آهي، جتي سنڌ جو ناميارو شاعر استاد بخاري، ناميارو آرڪيالاجسٽ سيد حاڪم علي شاهہ، نامور شاعر جانڻ سونارو ۽ شجاع محمد سانوڻائي پيدا ٿيا.

**پير ناڙهو جاگير:** هيءَ تعلقي دادوءَ جي هڪ ديهہ آهي، جنهن ۾ ’ڏتل چانڊيو‘ ۽ ’پيرزادا‘ ڳوٺ شامل آهن.

**پير پاڳارا خاندان:** پاڳارا پير، سنڌ جو هڪ معروف گهراڻو آهي. سندن شجره نسب حضرت امام حسين عليہ السلام سان ملي ٿو سندن وڏي سيد علي مڪي هاشميؒ پنجينءَ صديءَ هجريءَ ڌاري عباسي خلافت واري دور ۾ اسلامي لشڪر سان سنڌ جي والي راجا دلوراءِ سان جنگ ڪري کيس شڪست ڏني هئي. ان بعد هو سيوهڻ شريف جي اتر طرف ڀڳي ٺوڙي جبل ويجهو لڪيءَ جي مقام ’چشمہ هارون‘ وٽ اچي رهيو. گهڻ وقت عبادت ۽ رياضت ڪان پوءِ پنهنجي وطن عرب موٽي ويو، پر سندس چار فرزند هتي رهيا. سندس اولاد مان سيد محمد شاهہ عرف ’شاهہ صدر‘، ولايت جي اعليٰ درجي تي پهتو، ان لاءِ روايت آهي تہ خواجہ معين الدين چشتي اجميريءَ (متوفي 633هہ/ 1235ع) بہ ساڻس ملاقات ڪئي هئي. شاهہ صدر سان اها روايت بہ منسوب آهي تہ هن حضرت شهباز قلندر کي سيوهڻ شريف ۾ مستقل رهڻ لاءِ راغب ڪيو هو. ’شاهہ صدر‘ جي پوٽي (سيد غازي شاهہ جي خليفي) جي فيض مان سنڌ جا تمام گهڻا ماڻهو

فيضياب ٿيا. شاهه صدر لڪياريءَ جي فرزندن مان سيد محمود شاهه لڪياري هڪ عارف ۽ ڪامل شخص ٿي گذريو آهي، جنهن جي اولاد مان غالباً ڏهين پيڙهيءَ مان سيد خدا بخش شاهه عرف سيد ڪٽڻ شاهه پيدا ٿيو. جيڪو پوءِ لکي شاهه صدر مان لڏي ضلعي خيرپور جي ڳوٺ رسول پور عرف سائڏي ننڍي، ديهه گاگڙي (تعلقي گمبٽ) ۾ اچي رهيو. سيد ڪٽڻ شاهه کي ست فرزند ٿيا، جن مان سيد عثمان شاهه علم ۽ عرفان ۾ مرتبي وارو بزرگ ٿيو. ان بزرگ جي اولاد مان اڳتي هلي سيد امام شاهه لڪياريءَ جي اولاد مان سيد محمد بقا شاهه شهيد عرف 'پٽ ڌڻي' رشد ۽ هدايت، علم ۽ ادب ۾ وڏو مقام ماڻيو.

هن خاندان سرزمين سنڌ ۽ برصغير ۾ توحيد ۽ رسالت جي تعليم کي عام ڪرڻ سان گڏ حب الوطنيءَ جي تاريخ ۾ به وڏو ڪردار ادا ڪيو. انگريزن کان آزاديءَ جي تحريڪ ۾ جاني ۽ مالي قرباني ڏيڻ ۾ هن خاندان جو وڏو مقام آهي. هن خاندان جا مريد ۽ پوئلڳ جيسلمير، راجستان ۽ سنڌ ۾ لکن جي تعداد ۾ موجود آهن. هن خاندان جي خليفن جو تعداد هر دور ۾ 12 هوندو آهي، جن جي مٿان هڪ وڏو خليفو مقرر هوندو آهي. خليفن وٽ ٻارهن ئي مهينا هڪ هڪ مهيني جي حساب سان پوري جماعت ۽ درگاهه جو انتظام ورهايل هوندو آهي. جماعت جي فيصلن لاءِ هڪ چيف جسٽس (جج) به مقرر هوندو آهي.

هن درگاهه جي ڪيترن خليفن جو روحاني فيض ۽ علمي حوالي سان وڏو نالو آهي، جهڙوڪ: (1) خليفو سيد حسن شاهه جيلاني رح سوئي شريف وارو، جنهن کان پرچونديءَ جي بزرگن فيض حاصل ڪيو، (2) خليفو سيد جان محمد شاهه بخاري، (3) خليفو محمود نظاماڻي، ڪڙيي گهنور وارو، جنهن روضي ڌڻيءَ جي ملفوظات ۽ مڪتوبات قلمبند ڪيا، (4) خليفو نبي بخش لغاري 'قاسم'، جيڪو سنڌي ٻوليءَ جو قادر الڪلام شاعر ٿي گذريو آهي.

پير ڳوٺ درگاهه تي هر سال چار وڏا اجتماع ٿين ٿا، جن ۾:

(1) عيدالفطر (پهرين شوال المڪرم)، (2) 10 ذوالحج، (3) ربيع الاول (عيد ميلادالنبي) ۽ (4) 27 رجب (معراج مصطفيٰ ﷺ) اهم آهن.

هنن موقعن تي سنڌ سميت پاڪستان جي ڪنڊ ڪڙڇ مان لکين مريد اچي گڏ ٿيندا آهن. خاص ڪري 27 رجب تي درگاهه تي قائم جامعه راشديه ۽ ان جي شاخن مان فارغ التحصيل عالمن ۽ حافظن جي دستاربندي ٿيندي آهي. هن عظيم الشان اجتماع ۾ لکين مريدن سان گڏ، پاڪستان جي ڪنڊ ڪڙڇ مان سوين عالم، مشائخ، فاضل، اديب، شاعر ۽ نعت خوان شريڪ ٿيندا آهن. جامعه راشديه هڪ خالص ديني درسگاهه آهي، جنهن ۾ ڪيترائي عالم درس ۽ تدريس جي عمل ۾ مصروف رهندا آهن. انهن استادن ۽ شاگردن جي رهائش ۽ کاڌ خوراڪ جو سمورو انتظام هن درگاهه جي ذمي آهي. جامعه راشديه پاران هڪ عظيم الشان لائبرري قائم ڪئي وئي آهي، جتي جديد ۽ قديم موضوعن تي هزارين ڪتابن جو ذخيرو موجود آهي. ان کان سواءِ قلمي نسخن ۽ نوادرات جو وڏو انگ به هن لائبرريءَ ۾ محفوظ آهي. جماعت جي رهائش لاءِ وڏي پئماني تي هڪ وڏو جماعت خانو تعمير ڪيل آهي، جنهن ۾ لنگر ۽ ٻيون سموريون گهربل ضرورتون مهيا ڪيل هونديون آهن، جتي هڪ ئي وقت 10 لکن کان مٿي جماعت رهي سگهي ٿي. هن درگاهه جا مريد، عالم، فاضل، فقير، اديب، شاعر، بهادر، جانباز ۽ مجاهد هئڻ جي باوجود، قانون جا پابند، امن پسند، فرقيواريت، جهيڙي ۽ فساد کان پري آهن. وطن جي حفاظت لاءِ مرشد جي حڪم تي هر قدم کڻڻ لاءِ تيار هوندا آهن. هن جماعت جا هزارين فرد فوجي تربيت ورتل آهن ۽ حاضر/غير حاضر ڊيوٽيءَ تي موجود آهن. پير صاحب جي مريدن جي جماعت 'حر جماعت' سڏجي ٿي ۽ حر جماعت جو دلپسند ۽ مخصوص نعرو 'ڀيج پاڳارا' آهي. جماعت اندر رڃ، ڪتي ۽ ڪڪڙن جي ويڙهن ۽ ٻين ان قسم جي غلط ڪارين جي منع آهي. جامعه راشديه ۽ ان جي شاخن مان فارغ التحصيل عالمن کي 'سڪندريءَ' جو لقب ملي ٿو، جيڪو موجوده پير پاڳاري جي اسم گرامي، سيد سڪندر علي شاهه جي نسبت سان آهي. انهن عالمن جي هڪ جدا تنظيم 'جمعيت علماءِ سڪندريه' قائم آهي، جيڪا سنڌ ۽ پاڪستان ۾ اسلامي تعليم، تدريسي، تبليغي ۽ اشاعتي سرگرمين ۾ مصروف آهي. هنن عالمن کي پير صاحب پاڳارو سَنَد ڏيندو آهي.

هن خاندان مان تصوف ۽ طريقت جي سلسلي جا جيڪي علمبردار ٿي گذريا آهن، تن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو:

**(1) سيد محمد بقا شاهه شهيد 'پٽ ڌڻي' رح:** سيد محمد بقا شاهه پهرين شعبان 1135هه/ 26 اپريل 1723ع تي سيد محمد امام شاهه رح جي گهر، ڳوٺ رحيم ڏني ڪلهوڙي، ديهه فريد آباد (پراڻي درگاهه)، خيرپور ۾ پيدا ٿيو. سندس مستقل تعليم ۽ استادن بابت تفصيلي معلومات ميسر نه ٿي سگهي آهي. سيد محمد بقا ننڍپڻ ۾ عام ٻارن کان مختلف طبيعت جو هو. ننڍيءَ عمر ۾ ئي ديني تعليم حاصل ڪيائين. ڪتابن گڏ ڪرڻ ۽ ڪتابن جي مطالعي جو بي انتها شوق رکندو هو. نماز روزي جو پابند هو. عبادت ۽ رياضت جي ذوق شوق جي ڪري طريقت ۽ تصوف سان وابسته رهيو. جوانيءَ ۾ ڳوٺ کان ڇٽن ڪوهن جي مفاصلي تي رهندڙ نقشبنديه سلسلي جي مشهور بزرگ مخدوم محمد اسماعيل رح پريالويءَ جي هٿ تي بيعت ڪري، نقشبندي سلسلي ۾ داخل ٿيو ۽ خلافت جو خرقو حاصل ڪيائين. اتان سڀ منزلون طئي ڪرڻ بعد کيس حڪم مليو ته 'هاڻي قادري سلسلي ۾ داخل ٿي فيض حاصل ڪري'. مرشد جي حڪم سان حضرت شيخ عبدالقادر جيلاني رح جي اولاد مان هڪ بزرگ، سيد عبدالقادر جيلاني آخرين رح (درگاهه چناه شريف، ضلعي جهنگ) جي هٿ تي بيعت ڪري قادريه سلسلي ۾ داخل ٿيو سيد عبدالقادر جيلاني آخرين، ان وقت روهڙيءَ ۾ وار مبارڪ جي زيارت تي آيل هو. سيد محمد بقا سنڌ مان ڪيترا ڀيرا درگاهه چناه شريف وڃي مرشد کان روحاني فيض جون منزلون طئي ڪيون ۽ مرشد جي ان حد تائين خدمت ڪيائين، جو کين 'سنڌي خادم' سڏيندا هئا. هڪ ڏينهن سندن سچائي ۽ صدق ڏسي مرشد کيس فرمايو ته "هاڻي اوهان تان پنڌ معاف، هاڻي اسان جا پويان اوهان وٽ ايندا ۽ هي امانتون (پڳ ۽ جهنڊو) اوهان ئي سنڀاليو". سيد محمد بقا جنهن علائقي ۾ رهندو هو، ان کي 'پٽ' سڏيو ويندو هو ان ڪري کين 'پٽ ڌڻي' سڏيو ويو. شاهه عبداللطيف ڀٽائي، سيد محمد بقا جو همعصر ۽ دوست هو.

پير سيد محمد بقا جي ٻين همعصرن ۾ هم صحبتين ۾ وقت جو جيد عالم مخدوم احمدي رح، مخدوم ميان عبدالرحمان، مخدوم محمد زمان لنواري رح وارو ۽ ميان صاحبڏنو فاروقي هئا. سيد محمد بقا جي سموري زندگي سادگيءَ ۽ فقيريءَ جي عالم ۾ گذري. هميشه بي نياز، نوڙت ۽ نهٺائيءَ جو مجسمو رهيو. سندس شهادت جو واقعو به عجيب آهي. سائين محمد بقا شاهه کي علم ۽ ڪتابن سان ايڏو ته چاهه هو جو هميشه ڪتابن جي هڙ مٿي تي هوندي هئس. هڪ دفعي ڪتابن جي هڙ سميت رستي تان پئي آيو ته ڪن چورن وٽس دنياوي مال ۽ ملڪيت سمجهي مٿس حملو ڪيو ۽ پاڻ زخمي ٿي پيا. چورن ڳنڍ کولي ڏٺي ته ان ۾ رڳو ڪتاب هئا. جڏهن ڪين جاڻ پئي ته هي ته الله وارو بزرگ سيد محمد بقا آهي ته وڌيڪ پشيمان ٿيا. پير صاحب شجاعت ۽ نرم دليءَ سان چورن کي چيو ته: "اسان کي گهر تائين ڪٽي هلو ته جيئن پنهنجن وارثن سامهون اوهان کي معافي ڏئي ڇڏيان." گهر پهچڻ تائين سندن زخمن مان ڪافي رت وهي چڪو هو. پنهنجن صاحبزادن کي گهرائي ضروري وصيتن ڪرڻ سان گڏ چورن کي معافي ڏيڻ ۽ ڪانئن بدلو نه وٺڻ جي هدايت ڪيائين. 10 محرم 1198هه/ 5 ڊسمبر 1783ع تي شهادت ماڻيائين.

پير سائينءَ جي مزار، شيخ طيب جي مقام خيرپور ۾ آهي. پير سيد محمد بقا شاهه ٻه شاديون ڪيون هيون، جن مان ڪين چار فرزند هئا. ٽي ڏاڏي پوٽيءَ مان: (1) سيد عبدالرسول شاهه، (2) سيد محمد سليم شاهه ۽ (3) سيد محمد راشد شاهه ۽ چوٿون سيد مرتضيٰ شاهه سندس نئين مسلم گهر واريءَ بيبي خاتون مان هو. سندس شهادت ڪانپوءِ طريقت جي پڳ سندس ننڍي فرزند سيد محمد راشد تي آئي، جنهن کي سڀ امانتون مليون ۽ روضي ڌڻيءَ جي لقب سان مشهور ٿيو.

**(2) سيد محمد راشد 'روضي ڌڻي':** سيد محمد راشد شاهه، سيد محمد بقا شاهه جو ننڍو فرزند هو، جنهن جي ولادت ڳوٺ رحيمڏني ڪلهوڙي (خيرپور ميرس) ۾ 6 رمضان المبارڪ 1170/ 25 مئي 1757ع ۾ ٿي. چون ٿا ته روضي ڌڻي ڄمڻ کان پوءِ ڏينهن جو پنهنجي والده جي 'ٿڃ' نه پيئندو هو، ان ڪري کيس 'روزي ڌڻي' چيو ويو، پر اڳتي هلي جڏهن سندن مزار تي گنبذ/ روضو جڙيو ته 'روضي ڌڻي' مشهور ٿيو. سيد محمد راشد ننڍپڻ ۾ ئي تنهائي پسند ۽ غور فڪر جو عادي هو. ٿورو وڏو ٿيڻ تي والد کيس تحصيل علم لاءِ ويهاريو. ابتدائي تعليم حافظ زين الدين مهيسر ۽ مولانا محمد اڪرم گهُمري وٽان حاصل ڪيائين. جيڪي وقت جا وڏا عالم ۽ فاضل هئا. کيس وڌيڪ تعليم لاءِ شڪارپور ۾ علامه فقير الله علويءَ جي مدرسي ۾ داخل ڪرايو ويو. ڪجهه عرصي کان پوءِ سندس والد کيس ڏسڻ ويو ته ڏٺائين ته کيس عمدا طعام ملي رهيا آهن، جنهن تي سندس والد چيو "جتي طالب علمن کي عمدا طعام ملندا، اتي فيض نه ملندو." پوءِ کيس اتان ڪڍي 'ڪوٽڙي ڪبير' ۾ مخدوم يار محمد صديقي رح جي مدرسي ۾ داخل ڪرايو ويو، جتي فقر ۽ قناعت تي ڪم هلندو هو. ان کان پوءِ مخدوم مولانا مفتي محمد آريجي، ڳوٺ خير محمد آريجي، ضلعي لاڙڪاڻي واري وٽ دستار فضيلت حاصل ڪيائين. اهڙيءَ طرح ظاهري علمن جي حصول جي تڪميل ڪيائين. طريقت ۽ سلوڪ ۾ پنهنجي والد سيد محمد بقا شاهه رح جي هٿ تي قادري طريقي جي بيعت ڪيائين ۽ سندس رهنمائيءَ ۾ سلوڪ جون منزلون طئي ڪيائين.

هن بزرگ ٽڙ بر ۽ جبلن جا سير سفر ڪري، سنڌ ڪانسواءِ هند جي گجرات، ڪاٺياواڙ ۽ راجستان کان سواءِ بلوچستان ۽ پنجاب تائين روحاني




فيض پهچايو. پير محمد راشد جي خليفن جو تعداد وڏو هو جن مان خليفي سيد حسن شاهه جيلاني سوئي شريف واري کان پرچونديءَ جي بزرگن فيض حاصل ڪيو ۽ اتان وري امروٽ ۽ انهن کان دين پور، هاليجي، بائيجي ۽ ٽريچاٽيءَ جا بزرگ فيضياب ٿيا. ٻئي خليفي ميان محمود نظاماڻي، ڪڙيي گنهور واري جا مريد وڏي تعداد ۾ ڪڇ، ڪاٺياواڙ، ڪراچي ۽ ممبئي (هندستان) ۾ موجود آهن. ٽئين خليفي سيد جان محمد شاهه بخاريءَ جي فيض سان پري پري جا علائقا فيضياب ٿيا ۽ سندس مريدن جي اڪثريت ڪيچ، مڪران (بلوچستان) ۾ آهي. مير جام ٽالپر ۽ نواب قيصر خان نظاماڻي به سندس مريد هئا. چوٿين خليفي محمد حسين مهيسر پاڳناڙيءَ (بلوچستان) واري جا مريد ۽ پوئلڳ بلوچستان ۾ آهن. پنجين خليفي مشهور شاعر نبي بخش لغاري 'قاسم' جي مريدن جي گهڻائي ڪڇ، ڪاٺياواڙ ۽ ڌوراجيءَ ۾ آهي. هن شاعر جو رسالو ۽ خاص تصنيف 'سسئي پنهون' گهڻا مشهور آهن. ان کان سواءِ ٻيا خليفا، خليفو سارنگ ڪلهوڙو، خليفو محمد پناهه ڪيهر رتيديري وارو، خليفو محمد لقمان ڪوري ڪوٽڙي (ضلعي دادوءَ/ ڄامشوري) وارو ۽ خليفو گل محمد هالائي، سنڌيءَ جو پهريون 'صاحب ديوان' شاعر به پنهنجي وقت جو مشهور بزرگ ٿي گذريو آهي. سيد محمد راشد روضي ڌڻيءَ جي تصنيفن ۾، سندس 'مڪتوبات' ۽ 'ملفوظات' مشهور آهن. سندس ملفوظات ڇهن حصن تي مشتمل آهي، جيڪا فارسي زبان ۾ خليفي محمود، ڪڙيي گهنور واري گڏ ڪئي هئي. ان جو سنڌي ترجمو علامه محمد قاسم مشوريءَ ڪيو هو جنهن کي 'جمعيت علماءِ سڪندريه پاڪستان' شايع ڪيو هو. هيءَ ملفوظات تازو جامع راشديه، پير ڳوٺ پاران ٻن ڀاڱن ۾ ڇپائي وئي آهي. ان کان سواءِ سندس ملفوظات (صحبت ناما) خليفي محمد حسين مهيسر به ترتيب ڏني هئي. سيد محمد راشد جا مڪتوبات فارسي زبان ۾ هئا، جيڪي ڊاڪٽر نذر حسين سڪندريءَ، علامه مفتي عبدالرحيم سڪندريءَ

جي نظرداريءَ هيٺ سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري شايع ڪرايا آهن. اهي ٻئي ڪتاب واعظ ۽ نصيحت، رشد ۽ هدايت، شريعت ۽ طريقت، حقيقت ۽ معرفت جي بي بها موتين سان پريل آهن. ان کان سواءِ پير صاحب فارسي ۽ سنڌي شاعري بہ ڪئي آهي، سندس سنڌي ڪلام جو مجموعو 'روحاني رمزون' نالي سان شايع ٿيل آهي. ڪين شاهہ لطيف سان وڏي عقيدت هئي، ان جو ثبوت ملفوظات ۾ هنڌ هنڌ تي شاهہ لطيف جي بيتن جي موجودگي آهي.

اهڙيءَ طرح فقير عبدالله ڪاتيار نالي هڪ بزرگ ۽ اهم شاعر بہ سيد محمد راشد روضي ڌڻيءَ جو عقيدت مند هو، جيڪو سچل سرمست جو نہ رڳو دوست هو پر سچل سائين ڪانئس متاثر بہ هو. هي بزرگ اصل مُلاڪاتيارن جو هو پر روضي ڌڻيءَ جي محبت ۾ ٿيڙهيءَ ويجهو لوڙهو ٺاهي اچي رهيو هن بزرگ جو ڪلام ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ڊاڪٽر نواز علي شوق، غوث محمد گوهر ۽ مولوي عبداللطيف سڪندريءَ کان پوءِ تازو پير سيد محمد راشد روضي ڌڻي چيئر، شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور پارانِ مشتاق نظامائيءَ کان ترتيب ڏيارائي (2010 ۾) ڇپرايو ويو آهي.

پير محمد راشد روضي ڌڻي 63 سالن جي عمر ۾ پهرين شعبان 1233هہ/ 6 جون 1818ع تي وفات ڪئي. پر ڪجهه وقت ڪانپوءِ پراڻي درگاهہ کي درياهہ جي پاڻي جي خطري سبب سندس پوٽي سيد علي گوهر شاهہ اصغر، پنهنجي والد ۽ ڏاڏي جي خاڪي جسد جون پيٽيون، اتان ڪيرائي، موجوده درگاهہ واري هنڌ (ڪنگريءَ) ۾ رکايون ۽ مٿان روضو ٺهرايو، جنهن ۾ ٻي هن خاندان جا سيئي بزرگ دفن آهن. هن روضي جي تعمير کان پوءِ سيد محمد راشد رح 'روضي ڌڻي' مشهور ٿيو. سندس پٽن جو تعداد 18 هو پر سندس پڳ وڏي فرزند سيد صبغت الله شاهہ اول 'تجر ڌڻيءَ' کي ملي.

**(3) سيد صبغت الله شاهہ اول 'تجر ڌ ڻي' (پهريون پير پاڳارو):** سيد صبغت الله شاهہ اول حضرت سيد محمد راشد رح جو فرزند هو جنهن جي ولادت 1183هہ/1769ع جي آخر ۾ ٿي. هن پنهنجي والد محترم جي هٿ تي بيعت ڪئي ۽ سندس ئي نگرانيءَ هيٺ تعليم، تربيت ۽ روحاني سلوڪ جون منزلون طئي ڪيون. پنجاهہ سالن جي عمر ۾ ڪين والد پنهنجي زندگيءَ ۾ ئي پنهنجو سجاده نشين مقرر ڪيو هو چو تہ سيد صبغة الله (اول) سمورن پائرن ۾ وڏيڪ عالم، عامل، عارف ۽ ڪامل هو. پير صاحب شڪل شباهت ۾ بہ بيحد خوبصورت هو جڏهن ڪيس پڳ حوالي ٿي ۽ پاڻ شعبان 1233هہ مطابق 1818ع ۾ سجاده نشين مقرر ٿيا تہ سندس ڀاءُ سيد محمد ياسين شاهہ اختلاف ڪيو ان تي خاندان ۽ خليفن جي مشاورت سان فيصلو ٿيو نتيجي ۾ مرشدن کان مليل امانتن مان پڳ سيد صبغت الله شاهہ اول کي ملي، جنهن کان پوءِ هو 'پير پاڳارو' سڏجڻ لڳو ۽ سيد محمد ياسين شاهہ کي 'جهنڊو' مليو جيڪو 'جهنڊي واري' پير جي لقب سان مشهور ٿيو. درگاهہ جي سجاده نشينيءَ جو حق پير سيد صبغت الله شاهہ کي ڏنو ويو، جنهن تي ياسين شاهہ ڪاوڙجي، اتان لڏي ٺلاهہ نزد باقراڻي اسٽيشن ضلعي لاڙڪاڻي هليو ويو ائين سيد صبغت الله شاهہ اول، پهريون 'پير پاڳارو' مشهور ٿيو ۽ جماعت ۾ ڪيس 'تجر ڌڻي' جي لقب سان سڏيو ويو سندس سجاده نشيني 1233 هہ مطابق 1818ع وقت سنڌ ۾ ميرن/ ٽالپرن جو راڄ هو ڪيس فارسي، عربي ۽ سنڌي علمن تي عبور حاصل هو پنهنجي مريدن جي تعليم ۽ تربيت ۾ ڪا بہ ڪسر نہ ڇڏيائين. سندس سخا، خلوص ۽ مروت، ملڪان ملڪ مشهور هئي. سندس فيض ڪان سنڌ، بلوچستان ۽ پنجاب جا لکين ماڻهو فيضياب ٿيا. پير صاحب ظاهري ۽ باطني علمن جو گوهر هو پاڻ هڪ وڏو علمي ڪتب خانو پڻ ٺهرايائين، جنهن ۾ ڪيترا ناياب ۽ قيمتي قلمي ڪتاب موجود هئا. سيد حميد الدين 'تذڪره صوفياءِ سنڌ' ۾ لکيو آهي تہ ان وقت امين ۽ بادشاهن وٽ بہ اهڙو ڪتبخانو نہ هو جنهن ۾ ان وقت بہ 15000 معتبر ڪتاب موجود هئا. پير صاحب جڏهن مسند نشين ٿيو تڏهن پنجاب تي سکن جو اقتدار هو ۽ سنڌ تي انگريزن ۽ سکن جون حَوسي اکيون کتل هيون. معاشرو ٽوڙ ڦوڙ جو شڪار هو سماجي ۽ مذهبي قدر پائمال هئا. پير صبغة الله شاهہ اول ان دؤر ۾ حق جو ڪلمو بلند ڪيو. لاڙ، ڪڇ ۽ ٻين علائقن ۾ رهندڙ مريدن کي سکن جي وڌندڙ اثر خلاف جهاد لاءِ تيار ڪيائين. انگريزن، ٽالپر حڪمرانن سان 1809ع ۾ تجارتي ۽ سفارتي معاهدو ڪيو ۽ ساڳيءَ طرح امرتسر ۾ پنجاب جي حاڪم رنجيت سنگهہ سان بہ معاهدو ڪيو. 1828ع ۾ ڊاڪٽر اليگزينڊر، خيرپور جي والي مير علي مراد جي علاج جي بهاني سنڌ جي سياسي حالتن جو جائزو ورتو آيو ۽ رپورٽ ڪيائين تہ سنڌ ۾ ميرن جي خلاف پيش قدمي ڪرڻ گهرجي. ساڳيءَ طرح انگريزن سکن کي سنڌ خلاف پڙڪايو ۽ ٻنهي پاسي ڪشيدگيءَ جو ماحول جوڙي سکن ۽ ميرن ۾ ٺاهہ جي بهاني سان ميرن سان نئون معاهدو ڪيائون. ان سڄي صورتحال ۾ هڪ طرف انگريزن ۽ سکن جي ناپاڪ حَوس گيريءَ خلاف پير پاڳارو اول سيد صبغت الله شاهہ جماعت کي منظم ڪري رهيو هو ٻئي طرف سيد احمد شهيد ۽ سيد محمد اسماعيل سکن خلاف تحريڪ منظم ڪري رهيا هئا. پير پاڳاري مريدن جي اخلاقي تربيت سان گڏ سندن فوجي تربيت بہ ڪئي. جڏهن سيد احمد شهيد راجستان رستي جانثار ساٿين سان پشاور وڃڻ لاءِ سنڌ ۾ داخل ٿيو تہ ساٽس راڻيپور ۾ پير صاحب جي ملاقات ٿي. پير صاحب سيد احمد شهيد کي دعوت ڏئي پير ڳوٺ ترسايو، جتي هو 13 ڏينهن رهيو.

30-1829ع ڌاري پشاور رواني ٿيڻ کان اڳ پير صاحب درزي گهرائي، مجاهدن لاءِ جنگي لباس تيار ڪرايو ۽ پنهنجن پوئلڳن جو 500 جڻن تي مشتمل هڪ وڏو جٿو سيد احمد شهيد سان گڏ پشاور روانو ڪيو. هيءُ پهريون جٿو يا جماعت هئي، جنهن کي 'حُر' (آزادي پسند) جو نالو ڏنو ويو.

سيد احمد شهيد پنهنجا حرم پير صاحب وٽ سام ۾ ڇڏي ويو هو. پير صاحب جي ڪوشش هئي تہ سيد احمد شهيد کي پوئتان افرادي سگهہ حرن جي صورت ۾ موڪليندو رهي. ان ئي زماني ۾ قاضي عثمان سنڌيءَ بہ حرن جي جٿي ۾ شرڪت ڪئي هئي، جو حضرت شوڪاني رح جو مريد هو.

6 رمضان 1246هہ مطابق 18 فيبروري 1831ع تي سيد صبغت الله شاهہ اول وفات ڪئي. سندس وفات تي سيد احمد شهيد جي جڻ تہ هڪ ٻانهن ٽُٽي پئي، ڇو تہ ڪيس سِکن سان جهاد لاءِ سنڌ مان مدد ڏيندڙ سهارو ختم ٿي ويو هو. لکڻ وارن لکيو آهي تہ سيد احمد شهيد جي ناڪاميءَ جي سببن مان هڪ سبب سيد صبغت الله اول جي وفات بہ هئي.

پير پاڳارو صبغة الله شاهہ اول، جهاد جو علمبردار ۽ مجاهدن جو سپهہ سالار هو سندس دؤر ۾ ئي 'پيچ پاڳارا' جو نعرو بلند ٿيو جيڪو اڄ تائين حر جماعت جو مقبول نعرو آهي. پير صاحب جو روضو پير ڳوٺ (ڪنگريءَ) ۾ آهي. کيس ست فرزند ٿيا. سندن وفات کان پوءِ سندس ٽيون نمبر فرزند سيد علي گوهر شاهہ اول سجاده نشين ٿيو.

**(4) سيد علي گوهر شاهہ اول 'بنگلي ڌڻي' (ٻيو پير پاڳارو):** سيد صبغة الله شاهہ اول جو ٽيون نمبر فرزند سيد علي گوهر شاهہ اول، 4 رجب 1231هہ/29 جولاءِ 1816ع ڏاري جمعي جي ڏينهن، ڳوٺ رحيمڏني ڪلهوڙي (تعلقي خيرپور) ۾ پيدا ٿيو. سندس تعليم ۽ تربيت والد جي نگرانيءَ هيٺ



ٿي. جنهن جو ساڻس بيحد پيار هو ۽ کيس پنهنجي نگرانيءَ ۾ قابل، فاضل ۽ تجربيڪار استادن کان تعليم ڏيارايائين. جن منجهس علم ۽ ادب لاءِ وڏو چاهہ پيدا ڪيو. ننڍپڻ کان ئي ذهين، محنتي ۽ بردبار هو سنڌي ٻولي ۽ ان جي وسيع لغت تي کيس عبور حاصل هو. قادرالڪلام شاعر بہ هو. هزارين شعر ۽ ڪافيون چيائين. علي گوهر شاهہ 'اصغر' جي نالي سان سندس شاعرانہ حيثيت سنڌ ۾ مڃيل آهي. سندس ڪلام اڳتي هلي 'اصغر سائينءَ جو ڪلام' جي نالي سان پروفيسر فاضل شيخ پاران ترتيب ڏئي 1999ع ۾ ڇپايو.

پير علي گوهر شاهہ پنهنجي والد جي هٿ تي بيعت ورتي ۽ سندس تربيت هيٺ سلوڪ جون منزلون طئي ڪيون. والد جي وفات وقت سندس عمر فقط 15 سال هئي، پر اعليٰ لياقتن ۽ روحاني فضيلتن سبب کيس والد جي وفات (5 رمضان 1246هہ/ 17 فيبروري 1831ع) کان پوءِ وڏن پائرن بہ سندس حق ۾ فيصلو ڏنو ۽ سائين علي گوهر شاهہ کي سجاده نشين مقرر ڪيو ويو. سندس دؤر ۾ پراڻي درگاهہ کي درياهہ جي پاڻي جو خطرو پيدا ٿيو تہ پنهنجي والد ۽ ڏاڏي جي جسد خاڪيءَ کي ڪڍائي، نئين درگاهہ (پيرجي ڳوٺ، ضلعي خيرپور) ۾ اچي رکيائين. اتي درگاهہ اڏڻ سان گڏ حويليءَ لاءِ بنگلو بہ ٺهرايائين، ان ڪري جماعت ۾ 'بنگلي ڌڻيءَ' جي لقب سان مشهور ٿيو. سجاده نشينيءَ بعد نئين درگاهہ جي تعمير ۽ ترقيءَ جو ڪم ڪرايائين ۽ جماعت جي تربيت ڪيائين. ان وقت انگريزن سنڌ تي قبضو ڪري ورتو هو. تنهنڪري انگريزن پنهنجي ڇاڙتن جي معرفت کيس خريدڻ جي تمام گهڻي ڪوشش ڪئي، پر پاڻ انهن جي ڪنهن بہ لالچ ۾ نہ آيو. پير صاحب پنهنجيءَ جماعت ۾ خودداريءَ ۽ آزاديءَ جو روح ڦوڪيو.

هن جي دؤر ۾ حضرت روضي ڌڻيءَ جا خليفا: خليفو محمود، ڪڙيي گنهور وارو، خليفو نبي بخش لغاري ۽ ٻيا موجود هئا. ان کان سواءِ فقير عبدالله ڪاتيار جهڙو درويش ۽ شاعر بہ مريدن جي سٿ ۾ شامل هو. ان ڪري سندن صحبت ۾ هن علم ادب ۽ دين جي وڏي ڄاڻ حاصل ڪئي. سنڌيءَ سان گڏ فارسي ٻوليءَ ۽ ادب تي بہ وڏو ملڪو حاصل ڪيائين.

پير علي گوهر شاهہ، 'پير پاڳاري' جي حيثيت ۾ جماعت سان ملڻ ۽ سندن پرگهور لهڻ لاءِ سنڌ کان سواءِ ڪڇ، پوربندر، احمدآباد، سورت، بمبئي وغيره بہ ويو. خليفو نبي بخش لغاري، جنهن جي عمر 61- 60 سال هئي، اهو بہ غالباً ساڻس سفر ۾ گڏ رهيو. اهو سفر 1836ع تائين جاري رهيو. اتان واپسيءَ تي پير صاحب نئين درگاهہ کي وڌيڪ آباد ڪرڻ ۽ سينگارڻ تي خاص ڌيان ڏنو پاڻ 'اصغر' تخلص سان شاعري ڪيائون. وقت جا وڏا شاعر خليفو نبي بخش لغاري ۽ خليفو گل محمد سندن وڏا معاصر هئا. پير صاحب پنهنجي والد سيد صبغت الله شاهہ اول 'تجر ڌڻيءَ' جي ملفوظات 'خزانة المعرفت' کي ٻن وڏن خليفن عبدالله ڪاتيار ۽ خليفي نبي بخش لغاريءَ جي سهڪار سان ترتيب ڏنو ۽ ان جو مهاڳ لکيو. خليفي نبي بخش لغاريءَ، اصغر سائينءَ جي دؤر ۾ 'سسئي پنهون' جو مشهور داستان سرائيڪي مثنويءَ ۾ ترتيب ڏنو خليفي گل کي بہ اصغر سائينءَ سان والهانہ محبت هئي. سندن ئي دؤر ۾، 1843ع ۾ انگريزن سنڌ فتح ڪئي. انگريزن کي ٻين حريت پسندن سان گڏ پير ڳوٺ جي درگاهہ بہ اک ۾ ڪنڊو ٿي چڀندي رهي، ان ڪري هن حريت پسند مرڪز تي چوڪسي رکڻ لاءِ خيرپور رياست ۾ مير علي مراد کي چونڊيو ويو جنهن جي رياست جي حدن ۾ هي مرڪز آيو ٿي. پير صاحب چاهي ها تہ مير علي مراد جي مقابلي لاءِ مريدن کي اُڪساهي ها، پر ان سان طبقاتي جنگ ڇڙي ها ۽ انگريزن کي وڌيڪ تقويت ملي ها. ان ڪري پاڻ اتان هجرت ڪري درياهہ جي پار لاڙڪاڻي ۾ اچي رهيا. مير صاحب معافي نامو لکي کين ڏياري موڪليو ۽ پاڻ موٽي اچي درگاهہ شريف تي رهيا. ائين انگريزَ ۽ سندن دلال هڪ ٻيرو مايوس ٿيا. پير صاحب پنهنجي تبليغ ۽ تعليم کي جاري رکيو. 11 جمادي الاول 1263هہ/ 1847ع تي وصال ڪيائين. ان وقت سندس عمر فقط 32 سال هئي، سندس هڪ ئي فرزند سيد حزب الله شاهہ هو. جيڪو بعد ۾ سجاده نشين ٿيو.

**(5) سيد حزب الله شاهہ 'تخت ڌڻي' (ٽيون پير پاڳارو):** پير علي گوهر شاهہ جي فرزند، پير حزب الله شاهہ جي ولادت 18 شوال 1258/ 22 نومبر 1842ع ۾ چنچر جي ڏينهن



ٿي، ننڍپڻ ۾ پنهنجي والد کان دست بيعت ٿيو. پاڻ اڃا پنجن سالن جو مس هو تہ سندس والد وفات ڪري ويو، جنهنڪري کين سجاده نشين بڻايو ويو. پير صاحب عمر جي لحاظ سان صغير هو، پر دانش ۽ قابليت جي لحاظ سان ڪبير هو. سندس ابتدائي تربيت ۾ خليفي نبي بخش لغاريءَ بہ حصو ورتو. پير صاحب جماعت جي قابل ۽ معتبر

خليفن جي حلقي ۾ پوري جماعت ۽ درگاھ جي معاملن کي پوري ڌيان سان سنڀاليو نہ رڳو جماعت کي ديني حوالي سان ذڪر ۽ فڪر جي تلقين ڪيائين، پر جماعت کي مجاھدانہ انداز تي منظم ڪيائين. پير صاحب سڄي جماعت کي جاگرافيائي حوالي سان منظم ڪيو ۽ ان کي ٻارھن پاڳن ۾ ورھايائين، جن کي ’ٻارھن چوڪيون‘ سڏيائين ۽ انھن جا مُک مقرر ڪيائين ۽ ان نموني اھڙو نظام قائم ڪيائين، جو وقت تي سڀ چوڪيون منظم نموني عملي جدوجھد لاءِ تيار ٿين. انگريزن سان جماعت جون جيڪي جوٽڻيون ٿيون، ان ۾ ھيءَ حڪمت عملي مؤثر طور ڪم آئي. انگريز اڳي ئي پير صاحب جي والد کي ھڪ وڏي عرصي کان مير علي مراد ۽ مختلف چاڙتن ذريعي زير ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ھئي، ان ڪري اُھي ھن ننڍي عمر جي سجاده نشين کي پنھنجي اثر ھيٺ آڻڻ لاءِ ڀرپور ڪوششون ڪرڻ لڳا.

ھڪ طرف پير صاحب جي عزيزن ۾ ويڇا ۽ نفرتون وڌايون ويون ۽ ٻئي طرف خيرپور رياست جي والي مير علي مراد کي پنھنجو چاڙتو بنائي، پير صاحب جي اثر کي گھٽائڻ لاءِ ڪيس استعمال ڪيو ويو. ان وقت انگريزن سکن کي شڪست ڏئي پنجاب تي قبضو ڪري ورتو ھو ۽ سنڌ ۾ پير صاحب کي وڏو خطرو سمجھي ان کي زير ڪرڻ يا ان جي طاقت کي ڪمزور ڪرڻ لاءِ انگريزن ھر طرح جي سازش سَٽي. سنڌن دلالن جي اندروني چرچ تي ڪي اھڙا واقعا بہ ٿيا، جو پير صاحب جي گاديءَ جي مخالفن جون ڪارروايون وڌي ويون، جن کي ڏسي پير صاحب جي ڪن سر قُربن مريدن پاڻمرادا ڪي اھڙا ڪم بہ ڪيا، جن مان ھڪ پاسي تہ سنڌن جان نثاريءَ جا ثبوت مليا ۽ مريدن ۾ ٻڌيءَ جو جذبو پيدا ٿيو تہ ٻئي پاسي ڪن مريدن اھڙا بہ ڪم ڪيا، جيڪي پير صاحب جي مرضيءَ جي خلاف ھئا ۽ سنڌس ناراضگيءَ جو باعث بڻيا. ان ڪري پير صاحب انھن کي ضابطي ۾ آندو، ڪن جي درگاھ تي اچڻ تي پابندي وڌي. اھڙين حالتن ۾ خليفي نبي بخش جي پوٽي خليفي غلام نبي لغاريءَ، جو پير حزب الله جو ھمعمر ۽ خليفو بہ ھو، ان اھو اصول پيدا ڪيو تہ ”سلام ھڪڙي پير کي، الله بہ ھڪ، رسول بہ ھڪ تہ پير بہ ھڪ، باقي نہ پير جو پاءُ، نہ پير جو پُٽ نہ ٻيو. سلام صرف پڳدار کي آھي.“ ھن معاملي کي ھوا ان حد تائين وٺي ويو، جو پير پاڳاري ۽ ٻين ۾ فرق رکڻ ضروري ٿي پيو. نتيجي طور جماعت ۾ ھڪ فرقو پيدا ٿيو جيڪي ’فرق وارا‘ سڏجڻ لڳا.

پير صاحب جماعت ۾ فرقي ٺھڻ جي خلاف ھو. سنڌس خيال ھو تہ جماعت ھڪ ھجي. ان ڪري ’فرق‘ وارن تي ظاھري سختي ڪيائون. سنڌن ڪاررواين کي رد ڪيائون، پر ڳالھ جو بنياد ختم نہ ڪيائون. فرق وارن مخالفن سان سختيون ڪيون، مختلف پيرن ۽ خود مير علي مراد تي حملا ڪيا ويا. نتيجي طور پير صاحب تي قتل جو ڪوڙو ڪيس درج ڪيو ويو، پر عدالت ۾ پير صاحب ڪامياب ٿيو ۽ ڪيس ڪوڙو ثابت ٿيو پوءِ جن مريدن فرق واري ڳالھ تي سختيءَ سان عمل ڪيو سي پاڻ کي فرق وارا ’حر‘ سڏائڻ لڳا. جڏھن تہ باقي جماعت وارا ’سالم‘ سڏيا ويا، پر ’حُر‘ جو لقب سڄيءَ جماعت لاءِ عام ٿي ويو ۽ اڄ تائين جماعت جي سڃاڻپ ئي ’حر‘ لفظ سان آھي.

جماعت پير صاحب سان ھر قسم جي وفاداريءَ جو ثبوت ڏنو ھنن دنيا جي بادشاھن وانگر مرشد کي ھار پارايو جنھن ۾ لکين روپين جا ھيرا ۽ جواھر جڙيل ھئا. مطلب تہ مرشد کي پوشاڪ اھڙي پارايائون، جيڪا شھنشاھن جي شايان شان ھجي. سنڌن ڪامين کي سونن مٺين واريون تلوارون ھونديون ھيون. پير صاحب جي سواريءَ لاءِ ھاٿي مھيا ڪيو ويو. پير صاحب جي عشق ۾ پير صاحب لاءِ ڪوٽ، تجرون ۽ مسندون ٺھرايون ويون. جنھن ڳالھ ھڪ طرف ميرن ۾ حسد پيدا ڪيو ۽ ٻئي طرف انگريزن کي خار لڳا تہ ملڪ جا مالڪ ھُو ۽ ٺٺ ٺانگروري ھيءَ پير صاحب پيو ڪري. مير علي مراد انگريزن سان سازباز ڪري پنھنجن ماڻھن ھٿان پير صاحب تي حملا ڪرايا، پير صاحب جا ماڻھو مارايا، پر پير حزب الله شاھ ڪڏھن بہ انگريزن جي نہ آڻ مڃي ۽ نہ ھيٺي ٻوليائين. فرق وارن مير علي مراد تي حملو ڪيو، انگريزن ان ۾ بھادر لغاري ۽ غلام نبي لغاريءَ جا نالا ڏنا تہ اھي پيش ڪيا وڃن، پير صاحب ائين نہ ڪيو. غلام نبي سعودي عرب ھليو ويو ۽ سنڌس غير موجودگيءَ ۾ ڪيس قاسيءَ جي سزا ٻڌائي وئي.

پير حزب الله انگريزن لاءِ سخت خطرو ثابت ٿيو چاڪاڻ تہ فرق وارن فقيرن جون ڪارروايون سنڌن خيال ۾ پير صاحب جي حڪم تي ٿي رھيون آھن. خاص ڪري ٻن واقعن انگريزن کي وڌيڪ مچرايو پھريون لئنسڊائون پل جي افتتاح يعني 1889ع ۾ انگريزن ھڪ تقريب منعقد ڪئي ۽ آس پاس جي سمورن اثر رسوخ وارن ماڻھن کي دعوت ڏئي گھرايو ويو جن ۾ پير حزب الله بہ شامل ھو ۽ جڏھن انھن محفل دوران ٻين اميرن ۽ ميرن وانگر شراب آڻي پير صاحب جي آڏو رکيو ويو تہ پير صاحب اھو چئي گلاس اڇلائي ڦٽي ڪيو تہ ھيءَ اسان جي بي عزتي ڪئي وئي آھي. ھي ملڪ اسان جو آھي، اسان شراب پيئندڙ ڌارين سان گڏ ويھڻ لاءِ تيار نہ آھيون، جن ھتي گھرائي اسان جي بيعزتي ڪئي آھي. ان محفل ۾ بمبئي پريزيڊنسيءَ جو گورنر بہ آيل ھو ۽ انگريزن پير صاحب جي ان عمل کي پنھنجي شان جي گھٽتائي سمجھيو. ٻيو واقعو پير صاحب پاران ترڪيءَ جي سلطان عبدالحميد ثانيءَ کي خط لکڻ ھو جنھن ۾ ڄاڻايو ھئائين تہ انگريزن ھتي قبضو ڪيو آھي ۽ اھي ھتي غير اسلامي قانون نافذ ڪرڻ چاھين ٿا. اھي ٻئي عمل انگريزن کي چيڙائڻ لاءِ ڪافي ھئا.

سيد حزب الله شاھ علم ۽ فضل جي حوالي کان اعليٰ مقام رکندو ھو. قرآن ۽ حديث جي علم ۾ مھارت رکندو ھو پاڻ سنڌي زبان ۾ قرآن جو تفسير لکرايائين، جنھن جو نالو ’تفسير ڪوثر‘ رکيائين. جنھن کي پوءِ سنڌس فرزند شاھ مردان شاھ اول شايع ڪري تقسيم ڪرايو پاڻ قادر الڪلام شاعر بہ ھو. سنڌس تخلص ’مسڪين‘ ھو ’ديوان مسڪين‘ سنڌس اعليٰ شاعريءَ جو زنده ثبوت آھي، جيڪو جمعيت علماءِ سڪندريہ طرفان شايع ٿيل آھي. پاڻ پنھنجي دور جي فارسي شاعرن جو بہ سرواڻ ھو شاعر سنڌس دعوتن تي توڙي پاڻمرادو اچي پنھنجو ڪلام ٻڌائي ڪانئس داد ۽ انعام اڪرام وصول ڪندا ھئا. انھن ناليوارن شاعرن ۽ اديبن ۾ مولوي بھاءُ الدين ’بھائي‘ ثاني ۽ سعدي پٽافي قابل ذڪر آھن، جنھن کي پير صاحب سنڌس ھڪ شعر تي بيحد خوش ٿي، پيلبان سوڌو ھاٿي انعام طور ڏنو ھو پير صاحب جيسلمير مان سنگ مرمر گھرائي تخت ٺھرايو ان ڪري ’تخت ڏٽي‘ مشھور ٿيو.

پير صاحب مدرسو ۽ موجوده مسجد شريف ۽ روضي جي تعمير به ڪرائي. سندس حڪم ۽ رهنمائيءَ هيٺ مسجد جي پيش امام مولوي عبدالقادر سولنگيءَ (جيئن مٿي ڄاڻايو ويو آهي) ٻارهن چونڪيون ٺاهيون ۽ جملي جماعت کي ٻارهن انتظامي حصن ۾ ورهائي، هڪ هڪ حصي جو جدا جدا نگران خليفو (مُک) مقرر ڪيو. انهن کي ٻارهن مهينا، هڪ هڪ مهينو مقرر ڪري ڏنو ويو ته جيئن جماعت ۽ درگاهه جو انتظام بهتر نموني سان هلي سگهي. اڄ تائين اهو ئي تنظيمي سلسلو جاري آهي. پير صاحب 4 محرم 1308هه/21 آگسٽ 1890ع ۾ پنجاهه سالن جي عمر ۾ وفات ڪئي. چيو وڃي ٿو ته پير صاحب کي ڪاڏي ۾ زهر ڏنو ويو هو. جنهن سان سندن شهادت ٿي آهي، ان ڳالهه جو دستاويزي ثبوت ته نه مليو هو پر اها ڳالهه ان وقت زبان زد عام هئي.

ڪيس اٺ فرزند هئا، جن مان ٻه قابل ذڪر آهن: (1) وڏو فرزند سيد علي گوهر شاهه ثاني، ۽ (2) ٽيون نمبر فرزند سيد شاهه مردان شاهه اول. پير صاحب جي رحلت بعد سندس وڏو فرزند سيد علي گوهر شاهه ثاني مسند نشين ٿيو.

**(6) سيد علي گوهر شاهه ثاني 'محافي ڌڻي' (چوٿون پير پاڳارو):**



پير حزب الله شاهه 'مسڪين' جي فرزند سيد علي گوهر شاهه ثانيءَ جي ولادت 1275هه/ 1858ع ۾ ٿي. کيس 'محافي ڌڻي' جو لقب ان ڪري مليو، جو هو اڪثر بيمار رهندو ۽ جماعت ۾ سفر نه ڪري سگهندو هو. ان ڪري محافو (ڏولي) ٺهرائي، اُن ۾ سوار ٿي سفر ڪندو هو. پير صاحب والد جي حڪم تي حضرت پير سيد محمد شاهه جيلاني ثاني (چناهه واري) جي هٿ تي بيعت ڪري سلوڪ جون منزلون طئي ڪيون. ان سان گڏ پنهنجي والد کان به فيض حاصل ڪيائين. پير صاحب 4 محرم 1308هه/ 21 آگسٽ 1890ع تي مسند نشين ٿيو. سندس وقت ۾ 'حر' فقيرن انگريز حڪومت خلاف سنڌ ۾ بغاوت ڪئي ۽ سنڌ وطن جي آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ هٿياربند جدوجهد شروع ڪئي. پير علي گوهر شاهه ثانيءَ فرق وارن فقيرن تان درگاهه تي اچڻ جي پابندي ختم ڪري ڇڏي ۽ کين درگاهه تي اچڻ ڏنو ۽ سفر وقت انهن ڪوٺڻ ۾ وڃڻ لڳو ۽ سندن دعوتون به قبول ڪيائين. انگريزن کي اهو عمل خراب ۽ ناگوار لڳو ۽ هنن سمجهيو ته پير صاحب ڪمزور آهي ۽ مريدن کي خوش ۽ راضي ڪرڻ ٿو چاهي. پر کين خبر نه هئي ته پير صاحب، سائين حزب الله جو فرزند هو ۽ والد کان جيڪا تربيت ورتي هئائين، ان موجب فرق وارن تان پابنديون لاهي وڌيڪ آزاد خياليءَ جو مظاهرو ڪيو هئائين.

انگريزن پير علي گوهر شاهه جي فقيريءَ، طبع جي ضعيفيءَ، وڏن خليفن جي گذاري وڃڻ ۽ خليفي علام نبيءَ جي سعودي عرب هليو وڃڻ، ڪيترن فقيرن کي ڦاسيون ملڻ بعد انگريزن پنهنجن چاڙتن ذريعي ڪن طاقت وارن فقيرن کان ڪجهه اڻ وڻندڙ ڪارروايون ڪرايون. انهن ڪارروايِن پٺيان سانگهڙ، خيرپور، ٽنڊي باگي وغيره جي صوبيدارن جو هٿ هو. بهرحال انهن سازشن جي باوجود حر تحريڪ ختم نه ٿي سگهي. حرن جي قيادت ڪندڙ (1) بچو (بادشاهه) خاصخيلي (وڌيڪ ڏسو: بچو بادشاهه- **جلد پهريون)**، (2) پير بخش عرف پيرو وساڻ (وزير)، (3) گلو فقير موجي (ڪوتوال)، (4) پلو فقير ڳاهو، (5) مصري فقير گهانگهرو، (6) فتلو ڏاهري (قاضي)، (7) سومر فقير ڳاهو (8) خميسو وساڻ، (9) راڻو وساڻ، (10) عيسو ڏاهري، (11) عثمان هنگورجو ۽ (12) ٽڳيو فقير چانگ هئا، جن کي 'ٻارهن ڀهروٽيا' سڏيو ٿي ويو. اهي مکي ڍنڍ (ضلعي سانگهڙ) جي ٻيلن ۾ پنهنجي خانگي حڪومت قائم ڪري، وڏيءَ بهادريءَ سان انگريز سامراج خلاف وڙهيا ۽ انگريزن جون ننڊون حرام ڪري ڇڏيائون. شاعر مل محمود پليءَ کين 'مکيءَ جا مور' سڏيو آهي:

انگريزن جي صاحبي، چوڏهين صديءَ سير،
پـرڏر اچـي پيـدا ٿيا، بانڪـا بينظيـر،
ٻارهن جٽا ڀهروٽيا، مکيءَ پاسي ميـر،
بچـو تـن جـو بـادشاهه، پيـرو تـن وزير.

انهن فقيرن جا ڳڻ نه رڳو شاعر، پر مڱڻا به محفلن ۾ ڳائيندا هئا ۽ عورتون گهرن ۾ رات جو ڳيچن طور ڳائينديون هيون. انگريز سرڪار اهڙن فنڪارن ۽ ڳيچ ڳائيندڙ عورتن کي به قيد ڪرڻ شروع ڪيو. بهرحال اها حر جماعت طرفان آزاديءَ جي تحريڪ جي پهرين جنگ هئي. انگريز سرڪار پير علي گوهر شاهه تي زور ڀريو ته انهن 'ڀهروٽين' جون ٻانهون ڏيو. پر پير صاحب اهو چئي انڪار ڪري ڇڏيو ته رعيت سرڪار جي آهي ۽ سرڪار جي روبي جي ڪري اهي ڪارروايون ڪن ٿا. ان تي پير صاحب کي نظربند ڪري حيدرآباد ۾ رکيائون. فقيرن تي سختيون ڪيون ويون، سندن سخت چوڪسي ٿيڻ لڳي. 1895ع کان انگريزن حرن کي لوڙهن ۾ ٻارن ٻچن سميت بند ڪرڻ شروع ڪيو. 1895ع ۾ پهريون لوڙهو (Concentration Camp) 'جانب جي ڍوري' ضلعي سانگهڙ ۾ قائم ڪيو ويو. هڪڙن کي لوڙهن ۾ رکيو ويو، ٻين کي هسٽري شيٽر قرار ڏنو ويو. ڪيترن حرن کي ڦاهيون ڏنيون ويون. پير صاحب تي وڏا زور بار وڌا ويا. نيٺ ڳالهيون ٿيون، ۽ پير صاحب شرط وڌو ته هو باغين کي پيش پوڻ لاءِ چوندو پر مٿن سختي نه ٿيندي. پر جڏهن ڪجهه فقير پيش پيا ته انهن کي ڦاسي ڏني وئي، ان ڪري ٻيا پيش نه ٿيا ۽ وڙهندي شهيد ٿيا **(وڌيڪ ڏسندا: 'حر تحريڪ'، جلد چوٿون)**. جيئن ته پير صاحب بي اولاد هو ان ڪري پنهنجي زندگيءَ ۾ ئي وصيت نامي ذريعي پنهنجي ننڍي ڀاءُ سيد شاهه مردان شاهه اول کي پنهنجو ولي عهد مقرر ڪري ويو. پير صاحب 24 جمادي الثاني 1314هه/ 1 ڊسمبر 1896ع ۾ وفات ڪئي.

**(7) سيد شاهہ مردان شاهہ اول 'ڪوٽ ڌڻي' (پنجون پير پاڳارو):**

سيد شاهہ مردان شاهہ اول ولد حزب الله شاهہ 'مسڪين' 7 صفر 1279هہ/ 4 آگسٽ 1862ع ۾ پيدا ٿيو. سندس لقب 'ڪوٽ ڌڻي' ان ڪري مشهور ٿيو جو پاڻ پنهنجيءَ درگاهہ جي ٻاهران هڪ وڏو ڪوٽ ڏياريو هئائين. پير صاحب قرآن، حديث ۽ فن جي تعليم ۽ تربيت پنهنجي والد وٽان حاصل ڪئي. هن حضرت پير سيد محمد شاهہ جيلاني (چناهہ واري) جي هٿ تي بيعت ڪري سلوڪ جون منزلون طئي ڪيون. پنهنجي وڏي



ڀاءُ 'محافي ڌڻيءَ' جي وصيت موجب، سندس وصال بعد 27 جمادي الثاني 1314هہ/ 4 ڊسمبر 1896ع ۾ 35 سالن جي عمر ۾ سجاده نشين ٿيو. ان وقت سندس وڏي ڀاءُ سيد علي مظفر شاهہ سجاده نشينيءَ جي دعويٰ ڪئي ۽ عدالت ۾ مقدمو بہ داخل ڪيو ويو. سيد شاهہ مردان شاهہ مسند نشينيءَ کان پوءِ وڏين مشڪلاتن ڪي منهن ڏنو. هڪ طرف انگريز سامراج جي مخالفت ۽ ٻئي طرف خانداني مخالفت. پير صاحب ناميارو بئريسٽر محمد علي جناح کي پنهنجو وڪيل مقرر ڪيو. جيڪو تازو برطانيا مان پڙهي آيو هو. اهو مقدمو عدالت ۾ ڪيترا سال هليو ۽ 1899ع ۾ پير صاحب جي حق ۾ فيصلو ٿيو ۽ مظفر شاهہ جي اها دعويٰ رد ٿي تہ هو سجاده نشينيءَ جو حقدار آهي. ان وقت انگريزن جو عروج هو. جن پير سائينءَ کي پنهنجي ڪرڻ لاءِ ڪيترائي حيلا هلايا. شاباس ناما ۽ لقب ڏيڻ جون ڪوششون ڪيائون، لالچون ۽ ڌمڪيون ڏنائون، پر انگريزن جي هر ڪوشش ناڪام ٿي ۽ هي سدائين بي نياز ۽ بي پرواهہ رهيو ۽ درگاهہ جي تعمير، ترقي ۽ جماعت جي اصلاح جي ڪمن ۾ مصروف رهيو. درگاهہ جي چوڌاري مضبوط شاهي برجن وارو ڪوٽ تعمير ڪرايائين ۽ روضي مبارڪ تي سونو ڇٽ ۽ سونيون نيلون چاڙهڻ سان گڏ مدرسہ قادريہ (موجوده جامعہ راشديہ) جي توسيع جو ڪم، مسافرخانو ۽ مهمان خانو بہ ٺهرايائين. هر سال 27 رجب عيد معراج النبي صلي الله عليہ وسلم تي مشهور ۽ معروف عالمن کي گهرائي عاليشان جلسو ڪرائيندو هو. واعظ جي مجلس کان پوءِ عالمن کي تحفن، عطين ۽ نفيس پوشاڪن سان نوازيندو هو. عالمن جو ايتريقدر احترام ڪندو هو جو سندن هٿ پاڻ ڌُئاريندو هو. سخاوت ۾ بہ لاثاني هو. غريبن، نادارن ۽ مسڪينن ۾ بنا فرق جي ڪپڙا، ڪٽڪ، پئسا ۽ طعام ورهائيندو هو. سندس ٽي فرزند هئا: (1) سيد علي حسين شاهہ،(2) سيد محمد صبغت الله شاهہ ثاني ۽ (3) سيد راحم شاهہ. پنهنجي وڏي فرزند حسين علي شاهہ جي وفات ڪين جهوري وڌو ۽ آخري وقت ۾ وڏن خليفن کي گهرائي ننڍي فرزند، سيد محمد صبغت الله شاهہ 'ثاني' جي مسند نشينيءَ بابت وصيت ڪيائون. پير صاحب مختلف فڪري ۽ اصلاحي ڪتاب ۽ رسالا لکرائي پنهنجي مهر سان جماعت ۾ عام ڪيا. اهڙن پنجن ڪتابن کي 'تحفة المرشدين' نالي سان محمد يوسف پنيري ترتيب ڏئي ڇپايو آهي. پير صاحب جو دؤر پر آشوب بہ رهيو. انگريز حڪومت جي گرفت سنڌ تي مضبوط ٿي چڪي هئي ۽ سڄو هندستان ان جي قبضي ۾ هو. هر قسم جون تحريڪون ساٿيون ٿي چڪيون هيون. با اثر زميندارن ۽ اميرن کي لقبن، جاگيرن ۽ مراعتن سان نوازيو ويو. پوليس ۽ فوج هر هنڌ متعين هئي. اهڙين حالتن ۾ حرن جو زنده رهڻ جوانمرديءَ ۽ آزاديءَ جي حرارت جو نتيجو آهي. پير صاحب ڳهٽين مشڪلاتن جي گهيري ۾ هو. ان ڪري تحريڪ جي خاطر خواهہ آبياري ڪري نہ سگهيو. حرن جا مختلف جٿا انگريزن سان وڙهندا رهيا. 1895ع کان 1900ع تائين سنڌن گوريلا ڪارروايون انگريزن کي پريشان ڪري وڌو. پير صاحب تي حڪومت جو دٻاءُ وڌندو رهيو. مصلحت جي تقاضا هئي تہ ان شدت کي گهٽائجي ۽ تحريڪ کي مضبوط ڪجي. انهن ئي ڏينهن ۾ بچو خاصخيلي عرف بچو بادشاهہ جي ڪارروايون سانگهڙ ۽ ٿرپارڪر ۾ ڌهڪاءُ پکيڙي ڇڏيو هو. انگريزن جي سڄي مشينري حرڪت ۾ اچي وئي. 1896ع ۾ جيمس هيهر سنڌ جو ڪمشنر ٿي آيو. حرن بچو بادشاهہ جي اڳواڻيءَ ۾ گوريلا جنگ جي شروعات ڪري ڇڏي ۽ ٿوري ئي عرصي ۾ ايتري ڪاميابي حاصل ڪري ورتي جو انگريز سرڪار کي ڏندين آگريون اچي ويون. پوليس دستا سندس مقابلي کان وڻءُ ويندا هئا. ان ڪري ملٽريءَ کي ميدان ۾ لاٿو ويو. پر سانگهڙ ۽ ٿرپارڪر ۾ حرن ايڏيءَ تہ مضبوطيءَ سان قدم ڄمائي ورتا هئا، جو ظاهري طرح سنڌن شڪست جو ڪو امڪان نہ هو. چو تہ گهاٽا ٻيلا سنڌن مضبوط پناهہ گاهون هئا. جن ۾ گهڙندي ملٽري ۽ پوليس وائڙي ٿي ويندي هئي. متن گولين جا وسڪارا ٿي ويندا هئا. جڏهن سرڪاري حملا وڌي ويندا هئا تہ حر مجاهد پناهہ گاهن ۾ لکي ويندا هئا. ان ريت سرڪار جو نڪ ۾ دم ڪري ڏنائون. انگريزن پنهنجو جاسوسي جار پکيڙي ڇڏيو ۽ ڪيترا جاسوس حرن جي ويس ۾ حرن جي پناهہ گاهن طرف روانا ڪيا، جيڪي 'پيج پاڳارا' جا نعرا هڻندا مختلف وقتن ۽ هنڌن تي بچو بادشاهہ جي ساٿين سان ملي ويا ۽ نهايت منافقت سان راز هٿ ڪري حڪومت کي پهچائيندا رهيا. انهن جي ڏس تي حرن جي پناهہ گاهن جو گهيرو ڪيو ويو. متن بمباري ڪئي وئي. ٻيلا ۽ مورچا تباهہ ٿي ويا ۽ ڪيترا حر مجاهد موت جي ور چڙهي ويا. بمباريءَ حرن کي لڪڻ ۽ پهچڻ تي مجبور ڪيو ٻئي طرف پير صاحب تي حرن جي ڪارروايون بند ڪرائڻ جو دٻاءُ وڌندو رهيو. پير صاحب حالتن جي ناسازگاري ۽ پنهنجن ماڻهن کي اقتدارپرستيءَ کي اکين سان ڏسندي حرن کي ڪارروايون کان روڪيو. جنهنڪري حرن جون سرگرميون ٿڏيون ٿيڻ لڳيون. انگريزن ان ڳالهہ کي غنيمت سمجهي حرن تي ايڏا ظلم ڪيا، جو ڪيترا خاندان تباهہ ٿي ويا، بي شمار حر مجاهدن کي ڦاسيون ڏنيون ويون. جن تي بہ حر هجڻ جو شڪ ٿيندو هو تن کي گولين سان اڏايو ويندو هو. 1896ع ۾ انگريزن بچو بادشاهہ کي سانگهڙ ۾ گرفتار ڪري ورتو ۽ شادي پليءَ ۾ درٻار لڳائي سرڪاري جاسوسن ۽ پوليس عملدارن کي تلوارون، لونگيون ۽ انعام ڏنا ويا. ٻارهن ٻهروٽين خلاف قدم کنيا ويا. 1898ع ۾

هڪ پيرو وري گوريلا جنگ شروع ٿي، پر پير صاحب حالتن جي سنگينيءَ کي ڏسي ان کي بند ڪرڻ جو حڪم ڏنو. حرن کي انگريزن سان سخت نفرت هئي، ڪين مرشد سان حد درجي جي عقيدت هئي، ان ڪري سندس دشمنن کي منهن ڏيڻ لاءِ هر وقت تيار هئا. جيتوڻيڪ انهن کي مرشد جي چوڻ تي جنگ بند ڪرڻي پئجي پوندي هئي، پر منجهن موجود جهاد ۽ حب الوطنيءَ جو جذبو کين بيچين رکندو هو ۽ ٿوري ئي اشتعال تي سرڪار سان ٽڪراءَ ۾ اچي ويندا هئا. حرن تي بي پناهه سختيون ڪيون ويون. ڪين لوڙهن ۾ بند ڪيو ويو. ڪيترن کي احمد نگر طرف جلاوطن ڪيو ويو. پير شاهه مردان شاهه اول انگريزن کي مطمئن ڪرڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪئي ۽ سندن گهر تي 1914ع جي پهرين مهاڀاري لڙائيءَ ۾ انگريزن کي آزمائشي طور 500 ويڙهاڪ به ڏنائين ۽ سندن مالي مدد ڪيائين. تڏهن وجي لوڙهن جو خاتمو ٿيو. باوجود ان جي انگريزن هن گاديءَ تي چوڪسيءَ جي نظر رکي ۽ جماعت کي اک جو ڪنڊو سمجهيو اهڙين پرآشوب حالتن ۾ پير صاحب جي وفات 7 ربيع الاول 1340هه/ 8 نومبر 1921ع تي اڳاري جي ڏينهن ٿي. سندس وفات ڪانپوءِ سندس فرزند سيد محمد صبغت الله شاهه ثاني مسند نشين ٿيو

**(8) سيد صبغت الله شاهه ثاني شهيد (پڳ ڌڻي)، سورهيه بادشاهه (ڇهون پير پاڳارو):** سنڌ جي تاريخ ۾ حُر تحريڪ جو عظيم اڳواڻ، سيد شاهه مردان شاهه اول 'ڪوٽ ڌڻيءَ' جو ٻيو نمبر فرزند سيد صبغت الله شاهه ثاني المعروف 'شهيد سورهيه بادشاهه'، 13 صفر 1327هه/ 5 مارچ 1909ع تي پير جي ڳوٺ (ضلعي خيرپور ميرس) ۾ پيدا ٿيو پير صاحب جي عمر ٻارهن سال مس هئي ته سندس والد محترم جو انتقال ٿيو ۽ ان ئي ننڍي وهيءَ ۾ سندس 'پير پاڳاري' جي حيثيت ۾ دستاربندي ڪئي وئي. اهڙي طرح آزاديءَ لاءِ جدوجهد جو جذبو ۽ انگريزن خلاف نفرت



ڪيس ورثي ۾ مليا. پير صاحب جي ننڍي عمر هئڻ ڪري، هڪ طرف سندس ويجهن ۽ وڏن عزيزن کي اميد هئي ته هي ننڍڙو پاڳارو سندس صلاح مشوري سان اٿندو ويهندو ۽ انهيءَ ڪري سندن ذاتي اثر رسوخ ۾ به واڌارو ٿيندو. ٻئي طرف انگريزي حڪومت جي هوشيار ڪار پردازن سوچيو ته هن ننڍڙي پير تي اثر وجهي سندس نشونما اهڙي نموني سان ڪجي، جيئن هو خانداني روايتن کان منهن موڙي، انگريزن جو دوست ۽ وفادار ٿي رهي، تئين طرف دربار جي جهونن خدمتگارن ۽ خليفن جو خيال هو ته هو پير صاحب کي هو پنهنجي مرضيءَ موجب هلائيندا. پر پير صاحب ننڍيءَ عمر ۾ ئي نهايت دلير، جرئتمند ۽ پڪي ارادي جو مالڪ هو سندس شخصيت ۾ هڪ خاص قسم جي انفراديت هئي، جو ٻين جي ڳالهين تي جيئن جو تيئن عمل نه ڪندو هو هو هڪ آزاد طبع جو مالڪ هو جنهن کي خارجي ضابطن سان نفرت هئي. هو پنهنجو پاڻ سوچيندڙ هو ان ڪري مشورن کي محض مشورا ڪري ئي ڄاڻائين ۽ ٻين جي صلاحن کي جيئن جو تيئن مڃڻ لاءِ تيار نه هو سندس شخصيت ۽ ڪردار جو روح خود اعتمادي ۽ ارادي جي مضبوطيءَ ۾ سمايل هو منجهس آزاديءَ جو جذبو موروثي هلندو پئي آيو ۽ صبغت الله شاهه اول مان سندس نالي پويان سڏيل صبغت الله شاهه ثانيءَ ۾ انهيءَ جذبي جو هئڻ بلڪل ممڪن هو پير صاحب حُر جماعت کي منظم ڪرڻ طرف خاص ڌيان ڏنو پنهنجيءَ جماعت سان گڏ سفر ڪري جماعت کي ايڪي، ٻڌيءَ، بهادريءَ ۽ اسلامي اصولن تي هلڻ جو درس ڏنو هر قسم جي نشي کان پرهيز ڪرڻ ۽ عورتن کي عاج جا چوڙا ۽ ولايتي ڪپڙا پائڻ کان منع ڪيائين. هڪ ڀيري سندن چاچي مرحوم پير علي گوهر شاهه ثانيءَ جي نالي انگريزن طرفان مليل ڪو آفرين نامو گهر بنگلي جي پٽ تي ٽنگيل ڏٺائون ته اهو اچلي پڃي ڇڏيائون ۽ چيائون ته "اسان جا وڏا ڪيڏا نه سادا هئا. الله تعاليٰ سندن عزت ايترو بلند ڪئي، پر ان هوندي به هي آفرين ناما رکي ڇڏيا اٿن!" پير صاحب جي سجاده نشين ٿيڻ کان پوءِ ڪجهه عزيزن جي مخالفت وڌي وئي. انگريز سرڪار ته اڳي ئي ڪنهن بهاني جي تلاش ۾ هئي، جماعت جي ڪجهه فقيرن جي سخت رويي سبب پير صاحب جو پاءُ راحم شاهه ۽ سندن پائٽيو به مخالف ٿي بيٺا ۽ انگريزن ۽ درگاهه جي مخالفن ان موقعي کي غنيمت ڄاتو ۽ انگريز حڪومت کي پير صاحب جي عزيزن مان فريادي ۽ شاهد ملي ويا. هنن ننڍين ڳالهين کي وڌو ڪري، تيليءَ مان ٿنڀ بنائي، 26 مارچ 1930ع تي سکر پوليس جي ايس. پيءَ جي اڳواڻيءَ هيٺ وڏي اٽالي هٿان درگاهه تان پير صاحب کي گرفتار ڪرائي سينٽرل جيل سکر ۾ رکي، مٿس ڪوڙو مقدمو داخل ڪرايو ويو اهو مقدمو 23 اپريل 1930ع تي هليو جنهن ۾ پير صاحب جي وڪالت محمد علي جناح ڪئي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکيو آهي ته: چون ٿا ته جناح صاحب کي راز طور ٻڌايو ويو ته حڪومت هر حالت ۾ پير صاحب کي نه ڇڏيندي، انهيءَ ڪري هو سندس وڪالت نه ڪري، پر جناح صاحب نه مڙيو. ڪورٽ ۾ آيو. مگر جج طرفان ٿيندڙ زيادتين تي احتجاج ڪري هليو ويو. مقدمو ڪوڙو ثابت ٿيو ان هوندي به ڪوڙين شاهدين سان زبردستيءَ پير صاحب تي ڏوهه ثابت ڪري، ڪيس ڏهن سالن لاءِ قيد ڪري پهرين لاڙڪاڻي، پوءِ ڪراچيءَ ۽ ان کان پوءِ رتناگري (بمبئيءَ ويجهو) جيل ۾ آندو ويو رتناگري جيل ۾ پير صاحب پنهنجي جد امجد سيد محمد راشد روضي ڌڻيءَ جي ملفوظات جو خاص ڪري گهرو مطالعو ڪيو ان کان سواءِ ڪيترا فارسي، اردو ۽ سنڌي ڪتاب پڙهيائين، انهن ڪتابن مان انتخاب تاليف ڪيائين. ڪيترن ڪتابن جي حاشين تي پنهنجا خيال ۽ رايا نوٽ ڪيائين. ڪين جڏهن رتناگريءَ مان مدناپور منتقل ڪيو ويو ته اتي به مطالعو جاري رکيائين. ان عرصي ۾ هندستان جي سياست کي سمجهڻ شروع ڪيائين ۽ وقت جي ڪيترن انقلابين سان خيالن جي ڏي وٺ ڪيائين. پير صاحب جي آزاد ٿيڻ ۾ اڃا ڏيڍ سال ڪن هو ته پويان حڪومت جماعت جي ماڻهن جي خيالن ۽ رجحانن جي جاسوسي ڪرائڻ شروع ڪئي، حد جي هر ٽاڻي اندر مريدن کي گهرايو

ويو. بالغ نوجوانن کان وٺي پوڙهن تائين سڀني جا نالا لکيا ويا. سڀني کي ضلعي جي ايس. پي ۽ ڪليڪٽر جي آڏو پيش ڪيو ويو. اهي قدم حڪومت ان ڪري ڪنيا، جو ان کي پير صاحب جي انقلابي سوچ ۽ آزاديءَ واري حڪمت عمليءَ جو پتو پئجي چڪو هو. پير صاحب ستن سالن جي قيد کان پوءِ آزاد ٿي جڏهن درگاهه تي پهتو. ان وقت هڪ عالم ۽ فقير مولوي فيض محمد راڄڙ ڪيس مشورو ڏنو ته اوهان جي چوڌاري دشمنن ۽ مخالفن جو گهيرو آهي، تنهنڪري پنهنجيءَ درگاهه تي رهي ذڪر فڪر ۽ عبادت الاهيءَ ۾ گذاريو ۽ پنهنجي جماعت جي تربيت ڪريو. پير صاحب پنهنجي مريدن جي اصلاح لاءِ هدايتون ڪيون. نشائين نشا ڇڏي ڏنا. عورتن عاج جا چوڙا پائڻ ۽ جماعتين انگريزي لباس پائڻ ڇڏي ڏنو. جماعت وارن سانگهڙ پرسان پير صاحب لاءِ 'گڙنگ' لڳ بنگلو نهرايو. جتي مريدن جون دعوتون وٺندا هئا. هي بنگلو ڄڻ ته انقلابي تحريڪ جو مکيه مرڪز بنجي پيو. پير صاحب رات جو پوشاڪ بدلائي، جماعت ۾ وڃي گهمندو هو ۽ سندن اصلاح ڪندو هو. هندن ۽ مسلمانن جي ايڪي تي زور ڏيندو هو. ان عرصي دوران پير صاحب حج جي فرض ادا ڪرڻ ۽ حرمين شريفين جي زيارت لاءِ حجاز مقدس پهتو. حج کان پوءِ مديني منوره ۾ حضور نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي بارگاهه ۾ به حاضري ڏنائين. ان دوري دوران اتي جي ڪيترن عالمن سان ملاقاتون ڪيائين.

ان وقت سياسي صورتحال اها هئي ته انڊين نيشنل ڪانگريس، آزاد هندستان جي منصوبي تي عمل پيرا هئي. ٻئي طرف پير صاحب جي حُر تحريڪ به سرگرم هئي، جنهن کان نه رڳو انگريز سرڪار، پر سنڌ جا دلال زميندار ۽ جاگيردار به خائف هئا، جيڪي پير صاحب جي مخالفت ۾ انگريزن جي جهوليءَ ۾ وڃي ڪريا هئا. پير صاحب جماعت کي منظم ڪيو. غازين جي عام ڀرتي ڪئي وئي. مسجد منزل گاهه واقعي وقت غازين کي ڳوٺن ۾ امن امان قائم ڪرڻ ۽ هندن جي تحفظ ڪرڻ جي هدايت ڪيائون. اها صورتحال ڏسي انگريز حڪومت طرفان ٻي حڪمت عملي سوچي وئي. سکر جي ڪليڪٽر پير صاحب کي ملاقات لاءِ گهرايو. پاڻ خليفي احمد کي ڪليڪٽر ڪوٺا والا ڏانهن موڪليائون، جنهن ساڻس گجراتيءَ ۾ ڳالهايو، ڇو ته ڪليڪٽر جيتوڻيڪ پارسي هو، پر سندس ماءُ گجراتڻ هئڻ ڪري گجراتي سمجهندو هو. هن پير صاحب کي هڪ تلوار ۽ بندوق انعام طور ڏيڻ چاهي. خليفي احمد ذريعي جڏهن پير صاحب کي اها ڄاڻ پئي ته پير صاحب نه رڳو اهي شيون وٺڻ کان انڪار ڪيو پر گورنر کي چوائي موڪليائين ته "اسان وٽ اسان جا هٿيار موجود آهن". گورنمينٽ سندس انڪار کي سرڪشي سڏيو. سنڌ تي سخت گير گورنر 'سر هوچ ڊوُ' (Sir Hoetch Du) مقرر ڪيو ويو. جنهن پير صاحب خلاف سخت رويو اختيار ڪيو. گورنر 'هوچ ڊوُ' طرفان پير صاحب کي چيو ويو ته هُو فقط ڪراچيءَ ۾ رهي. پاڻ ڪجهه وقت ڪراچيءَ ۾ رهيو. ان کان پوءِ پنهنجي گهر وارن کي درگاهه پير جي ڳوٺ ڇڏڻ لاءِ ڪراچيءَ کان بنا اجازت هليو آيو. ڪليڪٽر سکر وڏي فوجي اتالي سان اچي کيس گرفتار ڪري ڪراچيءَ ۾ مير خدا بخش خان جي بنگلي تي رهايو ۽ پوءِ 20 سيپٽمبر 1941ع تي ڪراچيءَ کان کيس جبلپور جيل ۾ اماڻيو ويو. پير صاحب سان اها ناجائزي ڏسي، حر جماعت جي سرڪش اڳواڻن انگريزن خلاف مسلح بغاوت شروع ڪري ڏني ۽ باقاعدي 'وطن يا ڪفن' جو نعرو بلند ڪري سنڌ جي آزاديءَ جي لاءِ گوريلا جنگ وسيلي اهڙي دهشت پکيڙي ڇڏي، جو برطانوي حڪومت لُڏي وئي. انگريزن 1942ع ۾ حرن کي چٿڻ لاءِ پوري هندستان مان فقط سنڌ ۾ مارشل لا لاڳو ڪري، هڪ طرف پير صاحب خلاف ڪيسن مٿان ڪيس داخل ڪيا ته ٻئي طرف حر جماعت خلاف سخت قدم کنيا ويا. حرن جون لسٽون ٺاهي، سندن حاضريون لڳايون ويون. ڪين اهل ۽ عيال سميت لوڙهن ۾ جانورن وانگر بند ڪيو ويو ۽ ڪين سرعام گولين جو نشانو بڻايو ويو. سندن ڳوٺن جا ڳوٺ تباهه ڪيا ويا. فصل ساڙيا ويا، ملڪيتون ۽ گهر مال لٽيا ويا. جڳهه جڳهه تي ڦاسي گهاٽ ٺاهي ڪين سرعام ڦاسيون ڏنيون ويون. مطلب ته آزاديءَ جي متوالن حرن تي هر قسم جو ظلم روا رکيو ويو. ٻئي طرف انگريزن درگاهه 'پير جو ڳوٺ' تي قبضو ڪري، ڪوٽ وغيره ڊاهي ڇڏيو ۽ سانگهڙ ۾ 'گڙنگ بنگلي' کي بمن سان اڏايو ويو. پير صاحب جي گهر ڀاتين کي نظر بند ڪيو ويو. سرزمين سنڌ جي حر سورهين 'مارشل لا' کي مڙس ماڻهو ٿي منهن ڏنو. قيدن جون سختيون سٺيون. لوڙهن ۾ ٻارن ٻچن سميت قيد ٿيا، پر هيٺي نه ٻوليائون. لوڙهن ۾ حرن جا سوين ٻارڙا، زالون ۽ ٻيڙا بکن ۽ بيمارين وگهي مري ويا. پير صاحب تي ڪوڙا ڪيس داخل ڪري، حيدرآباد سينٽرل جيل ۾ مٿس مقدمو هلايو ويو. ڪين 'معافي' وٺڻ لاءِ راضي ڪرڻ لاءِ ڪوششون ڪيون ويون، پر انگريز هر طرح ناڪام ويا. حيدرآباد جيل ۾ قيد حرن جي سڃاڻپ لاءِ جاسوسن کي برقعا پارائي موڪليو ويو ۽ ان بنياد تي ڪيئي بهادر ڦاسيءَ تي لٽڪي ويا. آخرڪار مٿس جيل ۾ ڪيس هلائي ڦاسي ڏيڻ جو فيصلو ڪيو ويو. چون ٿا ته ڦاسيءَ واري رات جيل ۾ انگريز آفيسر سڄي رات پير صاحب سان شطرنج راند ڪيڏي، پر پير صاحب کيس هر داءُ ۾ هارايو. ان مان پير صاحب جي دليري ۽ خود اعتماديءَ جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. آخر کيس 20 مارچ 1943ع تي ڦاسي ڏئي شهيد ڪري، ڪنهن نامعلوم هنڌ دفن ڪرايو ويو.

پير صاحب وڏو عالم به هو. هن حر پوئلڳن لاءِ 'تنبيهه الفقراءَ' نالي نصيحتن تي مشتمل هڪ ڪتاب لکيو هو. جنهن کي حافظ محمد يوسف پنيري سڪندري ترتيب ڏنو آهي ۽ سڪندريه پبليڪيشنز جامعه راشديه، درگاهه پير جو ڳوٺ پاران جولاءِ 2005ع ۾ ڇپايو ويو ۽ ان جو ٻيو ڇاپو 20 مارچ 2007ع ۾ ڇپيو آهي. هن ڪتاب ۾ مريدن کي اصلاحي هدايتون ڏنل آهن. جهڙوڪ: (1) جيڪو مريد سچي ارادي سان مرشد تو وٽي اهو فيض حاصل ڪندو. (2) سچي تي ڪاوڙ ڪرڻ خراب ڳالهه آهي. (3) هزار عبادتون هڪ گناهه جي پيٽ ۾ گهٽ آهن. (4) علم، حيا، فياضي ۽ رحم کي هٿان نه ڇڏيو. (5) ڪوڙي جي حڪومت لمحن تائين هلندي.

هن ڪتاب ۾ اهو به لکيائون ته سرڪار ڪين ڪتاب لکڻ نه ٿي ڏئي، ان ڪري ڪتاب لکڻ بند ٿا ڪريون، باهر اچي لکندا سون. صرف ڪتاب پڙهي انهن تي نشان ٿا ڏيون ته جيئن ان مان رهنمائي حاصل ڪريو.

**(9) سيد شاهه مردان شاهه ثاني 'ڇٽ ڌڻي' (ستون پير پاڳارو):** پير سيد شاهه مردان شاهه ثاني، سورهيه بادشاهه شهيد صبغة الله شاهه جو وڏو

فرزند آهي. سندس عرفي نالو سيد سڪندر علي شاهه ۽ لقب 'ڇت ڌڻي' آهي ۽ ڪيس وطن جي خدمت جي سلسلي ۾ 'محسن ملت' سڏيو وڃي ٿو. سيد شاهه مردان شاهه ثانيءَ جي ولادت 22 نومبر 1928ع ۾ ٿي. اڃا اوائلي سالن جو مس هو ته سندس والد صاحب کي حڪومت برطانيا گرفتار ڪري بنگال پهچايو هو ان ڪري سندس سار سنڀال حر جماعت جي مقتدر خليفن ڪئي، جن مان وڏو خليفو حاجي موسيٰ وساڻ هو. پير صاحب 1355هه/1936ع ۾ پنهنجي خانداني مرشد پير سيد محمد شاهه جيلانيءَ جي هٿ تي بيعت ڪئي،



ان وقت سندس مرشد جي عمر 84 سال هئي. انهيءَ سال ئي سندس والد فرنگين جي قيد مان آزاد ٿي درگاهه تي پهتو هو ۽ پنهنجي نگرانيءَ ۾ پنهنجن ٻنهي پٽن سيد شاهه مردان شاهه عرف سيد سڪندر علي شاهه ۽ سيد نادر علي شاهه جي تعليم ۽ تربيت جو جوڳو بندوبست ڪيائين.

پير صاحب جي والد کي جڏهن انگريزن ٻيهر 1941ع ۾ گرفتار ڪيو هو ان وقت موجوده پير سائين پاڳاري جي عمر صرف تيرهن سال هئي. سندس والد کي ڪراچيءَ ۾ جنهن بنگلي ۾ نظربند ڪيو ويو هو پنهنجي اهل عيال کي به اتي گهرائي پاڻ سان گڏ رهايائين. پوءِ جڏهن انگريزن سورهيه بادشاهه صبغت الله شاهه کي شهيد ڪيو ته ڪيس ۽ سندس ننڍي ڀاءُ سيد نادر علي شاهه (جيڪو عمر ۾ ڪانئس ٻه سال ننڍو هو) کي محمد هاشم گزدر وسيلي 1943ع جي آخر يا 1944ع جي اوائل ۾ علي ڳڙهه يونيورسٽيءَ ۾ داخل ڪرايو ويو بعد ۾ جون 1946ع ۾ وڌيڪ تعليم جي بهاني پير صاحبن کي حڪومت انگلنڊ موڪلي ڇڏيو جتي ڪين هيرو ويجهو پنر (Pinner) پرسان ميجر جي ڊيوس جي پرائيويٽ اسڪول ۾ داخل ڪرايو ويو اهڙي طرح سندن سجاده نشينيءَ کي ممنوع قرار ڏنو ويو ٻنهي پير صاحبن لاءِ انگلنڊ ۾ دلچسپيءَ جي ڪا به شيءِ موجود نه هئي. ان اسڪول ۾ شاگردن جو تعداد 12، 13 مس هو جيڪي سڀ غير ملڪي هئا. پير صاحبن جي پڙهائي پاڪستان قائم ٿيڻ کان پوءِ به جاري رهي ۽ گرئجوئيشن مڪمل ڪيائون. 14 آگسٽ 1947ع تي پاڪستان جو قيام عمل ۾ آيو پر انگريزن جو هن ملڪ تي ايترو اثر هو جو قيام پاڪستان کانپوءِ به لکين 'حر' هارين ٻچين انگريزن جي قائم ڪيل 'لوڙهن' ۾ بند هئا. پاڪستان حڪومت، حر جماعت ۽ پاڳارا خاندان وچ ۾ رابطي ذريعي پير صاحب جي گادي بحال ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. ان سلسلي ۾ قائد اعظم محمد علي جناح سان ملاقات به ڪئي وئي، پر ڪجهه ئي عرصي کان پوءِ تاريخ 11 سيپٽمبر 1948ع ته، قائداعظم وفات ڪري ويو.

ان کان پوءِ پير سيد محمد افضل شاهه (چناهه وارو)، حرن جي نمائندي طور وفد سان گڏجي پاڪستان جي پهرئين وزيراعظم لياقت علي خان ۽ سنڌ جي وزيراعليٰ خان بهادر محمد ايوب کهڙي سان مليا ۽ پير صاحب پاڳارن جي گادي بحال ڪرڻ جو مطالبو ڪيائون. انهن ڪوشش دوران شيخ دين محمد ڪشميري سنڌ جو گورنر مقرر ٿيو جيڪو پير سيد محمد افضل جو مريد هو پير صاحب شيخ دين محمد سان ملاقات ڪري ڪيس سموري حقيقت کان آگاهه ڪيو. شيخ صاحب پاڻ پير جي ڳوٺ اچي، پير صاحب سميت درگاهه شريف جو حال ڏٺو ۽ اتي جو اتي حڪم ڏنائين ته مريد پلي درگاهه کولي اچي آباد ڪن. ان بعد درگاهه کلي ۽ پير صاحب پاڳاري جي والده ۽ ڀڳي اچي درگاهه تي رهيون. گادي بحال ٿيڻ کان پوءِ ترت پير سيد افضل شاهه جيلاني وفات ڪري ويو. جيئن ئي پير صاحبن جي گادي بحال ٿي ۽ درگاهه کلي ته ٻئي ڀائر (موجوده پير صاحب پاڳارو ۽ سيد نادر علي شاهه) پاڪستان اچي پهتا. 7 جمادي الاول 1361هه/ 4 فيبروري 1952ع تي درگاهه پير جي ڳوٺ تي هڪ عظيم الشان اجتماع ۾ گورنر سنڌ شيخ دين محمد، سيد شاهه مردان شاهه ثانيءَ جي سجاده نشينيءَ جو اعلان ڪيو اهڙيءَ طرح پنهنجن وڏن جي روايتن مطابق راشدي خاندان جي هيءَ گادي هڪ ڀيرو ٻيهر بحال ٿي ۽ پير سائينءَ شاهه مردان شاهه ثاني عرف سڪندر علي شاهه ستين پير پاڳاري طور سجاده نشيني سنڀالي.

سجاده نشين ٿيڻ کان ترت پوءِ پير صاحب پاڳاري حڪومتِ پاڪستان کان لوڙهن ۾ بند حرن جي آزاديءَ ۽ بي گهر ٿيلن جي آباديءَ جو مطالبو ڪيو. سنڌ اسيمبليءَ ۾ سائين جي. ايم. سيد ۽ ٻين پارن به اهڙو آواز اُٿاريو ويو. نيٺ پاڪستان ٺهڻ کان چار سال پوءِ حڪومت پاڪستان اهو مطالبو مڃيندي، انگريزن جي ظالم قانون کي رد ڪري سمورين ڪئمپون ۽ لوڙها ختم ڪيا ۽ پهرين اپريل 1952ع تي سمورن حرن کي آزاد ڪرڻ جو اعلان ڪيو ويو. سڀ حر آزاد ٿيا ۽ بي گهر ٿيل پنهنجن اصلي گهرن ڏانهن موٽي آيا. پير صاحب مسند نشين ٿيڻ کان پوءِ پنهنجي جماعت کي پرامن رهڻ، قانون مطابق زندگي گذارڻ، ملڪ سان وفادار رهڻ، پاڙيوارن ۽ واسطيدارن سان دوستي، محبت، امن ۽ ڀائيچارو قائم ڪرڻ، تعليم ۽ تربيت حاصل ڪرڻ، دين اسلام تي ڪاربند رهڻ ۽ جهيڙي فساد ۽ برن ڪمن کان پري رهڻ ۽ قادري طريقي سان لاڳاپيل رهڻ لاءِ واعظ ۽ نصيحتن جو سلسلو جاري رکيو جيڪو تاحال جاري آهي. پير صاحب پنهنجيءَ جماعت مان هزارين جوان چونڊي، پاڪ فوج جي نگرانيءَ ۾ رضاڪار 'حر فورس' جوڙيو.

1965ع ۽ 1971ع ۾ جڏهن ڀارت ۽ پاڪستان جي وچ ۾ جنگيون لڳيون ته 'حر مجاهدن' پاڪستاني فوج سان گڏجي هر محاذ تي مقابلو ڪيو. پير صاحب پاڻ ميدانِ جنگ ۾ حر مجاهدن جي قيادت ڪئي، نتيجي ۾ ڀارت جا ڪيترائي اهم علائقا فتح ٿيا ۽ پاڪستاني فوج کي فتح نصيب ٿي. حر مجاهدن پنهنجي روحاني پيشوا جي رهنمائيءَ ۾ قربانيون ڏئي پاڪستان جو سنڌ محاذ سنڀاليو ۽ ڀارتي فوجن کي سنڌ ۾ داخل ٿيڻ نه ڏنو.

پير صاحب انگريزن جي جارحيت سبب مسمار ٿيل سمورين درگاهون ٻيهر تعمير ڪرايون. بنگلن، ڪوٽ، جماعت خاني، روضي شريف، لائبرريءَ،

روڊ، رستن ۽ اسپتالن جي شاندار اڏاوت سان گڏ جامعہ راشديہ جي تعمير ۽ توسيع ڪرائي، اسلامي تعليم جو مستقل انتظام ڪيو جتي طالب علمن جي ڪتابن، رهائش ۽ کاڌي جو مفت بندوبست ڪيو ويو. سندن تعليم لاءِ وڏا عالم مقرر ڪيا ويا، جتان هر سال 27 رجب تي ڪيترا عالم ۽ حافظ فارغ التحصيل ٿين ٿا. جامعہ راشديہ جو ملڪ جي يونيورسٽين سان الحاق آهي، جتي جامعہ جي سَنَدن کي مڃتا حاصل آهي. فارغ التحصيل عالمن ۽ حافظن کي پير صاحب پاڻ سَنَدون ۽ پوشاڪون ڏيندو آهي. اهڙن عالمن ۽ حافظن جو تعداد هزارن ۾ آهي، جيڪي سنڌ ۽ پاڪستان ۾ ديني خدمتون سرانجام ڏئي رهيا آهن. سڄي ملڪ ۾ جامعہ راشديہ جي شاخن طور سوين مدرسا ڪم ڪري رهيا آهن، جن کي پير صاحب جي سرپرستي حاصل آهي. پير صاحب پاڻ بہ وڏو عالم آهي. هو سنڌيءَ سان گڏ عربي، فارسي، اردو، انگريزي ۽ لاطيني زبانن تي عبور رکي ٿو.

پير ڳوٺ درگاهہ تي هر سال چار وڏا اجتماع ٿين ٿا، جن ۾ لکين مُريدن سان گڏ سوين عالم گڏ ٿين ٿا، جتي ذڪر فڪر، وعظ ۽ نصيحت جون محفلون ٿين ٿيون. ان موقعي تي پير صاحب جماعت کي وعظ ۽ نصيحت ڪرڻ سان گڏ زيارت ڪرائيندو آهي. هو نياڻين جي تعليم جي خاص تلقين ڪندو آهي.

پير صاحب جون ٻہ شاديون آهن، جن مان ڪيس نياڻين سان گڏ چار فرزند (1) سيد صبغت الله شاهہ عرف راجا سائين، (2) سيد علي گوهر شاهہ، (3) سيد صدرالدين شاهہ عرف يونس سائين ۽ (4) سيد حزب الله شاهہ ثاني آهن. جن مان ٻهريان ٽي فرزند حڪومت جي اهم وزارتن ۽ عهدن تي رهي چڪا آهن.

پير صاحب کي شڪار سان بہ وڏي دلچسپي آهي. موسيقيءَ سان بہ وڏو لڳاءُ رکي ٿو. ڪيس مختلف پکي پالڻ ۽ گهوڙن جي ريس جو بہ شوق آهي.

پير صاحب گهڻ رخي شخصيت جو مالڪ آهي ۽ ملڪي سياست ۾ اهم مقام رکي ٿو. هو 1952ع ۾ انگلنڊ مان پاڪستان اچڻ ۽ گادي نشيني حاصل ڪرڻ کان پوءِ مسلم ليگ جماعت ۾ رهيو. 1973ع ۾ سردار شوڪت حيات جي مسلم ليگ کان ڌار ٿيڻ بعد پير صاحب مسلم ليگ جو صدر چونڊيو. 1977ع جي عام چونڊن ۾ مرڪزي ڪائونسل جو ميمبر مقرر ٿيو. ڪافي عرصو سينيٽر بہ رهيو. پير صاحب 'پاڪستان قومي اتحاد' جو قائم مقام صدر بہ رهي چڪو آهي. 1978ع ۾ جڏهن مسلم ليگ ڏڙن ۾ ورهائجي وئي تہ پير صاحب مسلم ليگ (پاڳارو گروپ) تشڪيل ڏئي، ان جو صدر چونڊيو جنهن کي اڳتي هلي سپريم ڪورٽ 'فنڪشنل مسلم ليگ' قرار ڏنو جنهن جو پير صاحب سرپرست ٿيو. سندس فرزند صدرالدين شاهہ فنڪشنل مسلم ليگ سنڌ جو صدر آهي. 2010ع ۾ پاڪستان جي سياسي صورتحال کي آڏو رکندي پير صاحب پاڳاري مسلم ليگ جي مختلف ڌڙن کي گڏائي، 29 آڪٽوبر 2010ع تي 'متحده مسلم ليگ' جو قيام عمل ۾ آندو آهي، جنهن جو چيئرمئن پير صاحب پاڳارو پاڻ ۽ ڪنوينر ظفر الله خان جمالي ٿيو آهي.

**پير پٺورو:** پير پٺورو، عمرڪوٽ ضلعي جو مشهور بزرگ ٿي گذريو آهي، جنهن جي ولادت 1210 هہ مطابق 1795ع ۾ ٿي. هن بزرگ لاءِ چيو وڃي ٿو تہ اصل ۾ ميگهواڙ قبيلي سان واسطو رکندو هو. بعد ۾ ابراهيم ناگوراڻي، جرڪس ڏناڻي ۽ جُتي بخاريءَ جهڙن بزرگن سان گڏجي ملتان ويو ۽ غوث بهاوالحق جو مُريد ٿي مسلمان ٿيو. روايتن موجب سندس نالو "شيخ نعمت الله" رکيو ويو. پر "پير پٺوري" جي نالي سان معروف ٿيو. هڪ روايت موجب ملتان مان واپسيءَ تي ماءُ ۽ پيءُ کي بہ مسلمان ڪيو هئائين. پير پٺوري جي اسلامي نالي جي تصديق عمرڪوٽ جو عالم مولانا مير محمد عنصري بہ ڪندو هو، جيڪو چوندو هو تہ هن "نگيرانِ سنڌ" (قلمي نسخو) ڪتاب ۾ پڙهيو هو تہ پير پٺوري جو اسلامي نالو "شيخ نعمت الله" هو. پير پٺوري عبادتن ۽ رياضتن سان وڏي منزل حاصل ڪئي ۽ غوثيہ سلسلي جي بزرگن ۾ سندس وڏو مقام آهي. پير پٺوري جي وفات 1298هہ مطابق 1880ع ۾ ٿي. چيو وڃي ٿو تہ پير پٺوري جي وفات بعد سندس قبر تي ڏيوَري ٺهرائي وئي هئي، پر مخدوم عبدالرحيم گرهوڙيءَ اُن جي تعمير غير اسلامي قرار ڏئي اُن کي ڊهرائي قبر مٿان قبو ٺهرايو. اڳتي هلي پير پٺوري جي عقيدتمند مريدن ان مقبري کي عاليشان صورت ڏني ۽ درگاهہ تي مسافرخانا بہ ٺهرايا. پير پٺوري جي مزار تي هر سال ٻہ ميلا لڳندا آهن. هڪڙو چيٽي چنڊ تي ۽ ٻيو ڪتيءَ جي چنڊ تي. پير پٺوري جي ميلي ۾ هندو ۽ مسلمان عقيدتمند وڏي تعداد ۾ شرڪت ڪندا آهن. ميلي جي نگراني ٻکيرن جا پير ڪندا آهن ۽ ميلي جي آمدنيءَ جو ڪجهہ حصو ٻکيرن جي درگاهہ کي ملندو آهي. پير پٺوري جي ماءُ ۽ پيءُ جون مزارون پڻ مقبري ويجهو ڏکڻ ۾ موجود آهن، جن جي قبرن جي چوڌاري ڪاٺ جا پينگها ٺهيل آهن.

**پير پٺوري جو مقبرو (ماڳ):** مشهور بزرگ پير پٺوري جو مقبرو، پٺوري نالي سان منسوب تعلقي ۽ ضلعي عمرڪوٽ جي ڳوٺ پير پٺوري ۾ موجود آهي، جيڪو چيو وڃي ٿو تہ 14 صديءَ هجري جي آخر ۾ تعمير ڪرايو ويو هي مقبرو ميرپورخاص - ڇور ريلوي اسٽيشن تي موجوده پير پٺورو ريلوي اسٽيشن کان اٽڪل هڪ ڪلوميٽر اتر طرف آهي.



پير پٺوري جو مقبرو

مقبرو هڪ وڏي ويڪري ٿلهي تي ٺهيل آهي، جنهن تي چڙهي وڃڻ لاءِ ڏکڻ طرف کان هڪ شاندار ۽ ڪشادي ڏاڪڻ آهي، جيڪا سندس ميگهواڙ عقيدتمندن چندو ڪري ٺهرائي آهي. مقبري جي پرسان پير پٺوري جي والدين جون قبرون موجود آهن، جن تي ڪاٺ جا پينگها ٺهيل آهن.

**پير پٺو:** بزرگ پير پٺي جو نالو حسن بن راڄپار بن لاکو بن سخيره هو. پاڻ 560هہ/1164ع ۾ ڄائو هو (تحفة الطاهرين). جيڪو پير پٺي ديوليءَ يا ديبليءَ جي نالي سان بہ مشهور آهي. هن درويش بابت حديقة الاولياءَ ۽ تحفة الڪرام ڪتابن ۾ گهڻو ڪجهہ لکيو ويو آهي. شيخ پٺو (پير آري) ڪُنيت ابوالخير لقب شاهہ عالم ۽ ذات جو 'اُپلاڻ' هو. سندس والده جو نالو سلطاني ڏيءَ مراد بنت شرفو هو جيڪا شيخ بهاءُ الدين ملتانيءَ جي

مريدياڻين مان هڪ هئي. جنهن 666 هه/ 1267ع ۾ وفات ڪئي. روايت اها بہ آهي تہ پير پٺو شيخ سعدي شيرازيءَ جو همعصر هو.

پير پٺو پنهنجي دور جو وڏو اهل الله درويش ٿي گذريو آهي. هن وقت جتي سندس مقبرو آهي، اتي هڪ غار ۾ الله جي عبادت ۾ مشغول رهندو هو. هو خلوت پسند هو ۽ آباديءَ جو رخ گهٽ ڪندو هو. روايت موجب هڪ ڏينهن شيخ بهاءُ الدين ملتاني ۽ قلندر لعل شهباز سير سفر دوران ان پهاڙ وٽ اچي ڪجهہ دير آرام ڪيو جتي پير پٺي شيخ بهاءُ الدين کان ذڪر جي تلقين ورتي ۽ قلندر لعل شهباز جو بہ عقيدتمند بڻيو.

تاريخي حوالي سان ڏٺو وڃي تہ پير پٺو سومرن جي دور جو درويش هو جڏهن چنيسر، راڄ ۽ پاءُ دودي سومري خلاف دانهين ٿي علاؤ الدين خلجيءَ وٽ ويو هو تہ ان موقعي تي دودي سومري پير پٺي سان ملاقات ڪئي هئي. اهو عرصو 644 هه/1246ع جو چيو وڃي ٿو. پير پٺي جي وفات 646 هه مطابق 1248ع ۾ ٿي هئي. سمن جو قبرستان اول ۾ پير پٺي تي هو جيڪو بعد ۾ ساموئي ديهہ ۾ ڪيو ويو. تاريخ ۾ ذڪر اچي ٿو تہ 777 هه/1375ع ڌاري ٺٽي ۾ چار سؤ درگاهون هيون، جن ۾ پير پٺي جي درگاہ سر فهرست هئي.

پير پٺي جي درگاہ جي زيارت لاءِ هندو توڙي مسلمان عقيدتمند ايندا آهن. هندو هن کي راجا گوپيچند سمجهي پوڄا ڪندا آهن. 19 صديءَ جي شروعاتي ويهن سالن کان هر سال ربيع الاول جي 12 تاريخ تي وڏي ڌام ڌوم سان هتي ميلو لڳندو رهيو آهي. پير پٺي جي دستار مبارڪ ميلي جي ڏينهن تي، درگاہ جو متولي پائي، خانقاہ کان وٺي مناري تائين ويندو آهي ۽ سڀ مرد مريد خادم سندس پٺيان هلندا ويندا آهن. هن درگاہ تي ٽالپرن جي دور ۾، ٺٽي جو نواب پنهنجي خرچ تي ٽن ڏينهن جي کاڌ خوراڪ موڪلي ڏيندو هو جيڪا سڀ زيارتي کائيندا هئا.

**پير پٺو مزار** (قديم آثار): پير پٺي جي مزار، سومرا دؤر جي اسلامي اڏاوت جو نمونو آهي، جيڪا مڪليءَ جي ڏاکڻيءَ چيڙي تي ٺٽي کان 12 ميل پري آهي. مقبري جي اڏاوت انڪنبڌي ۽ پيل پاون تي بيٺل آهي. اها هڪ چٽي آهي، جنهن جي پٿراون پيل پاون تي ڪافي چٽسالي ٿيل آهي ۽ انهن جا چڇا سونهن لاءِ ٻاهر نڪتل آهن.

مزار/ درگاہ تي پهچڻ لاءِ بہ رستا آهن: هڪ اسٽيل مل ڪامپليڪس کان ٿيندو، غلام الله شهر کان پير پٺي تي پهچي ٿو. ٻيو رستو ٺٽي شهر جي دابگير مسجد وٽان نڪري بدين- سجاول شهر ڏانهن ويندڙ روڊ جي پٽ ڏيندو پير پٺي تي پهچي ٿو.

پير پٺي واري ٽڪريءَ تي هڪ پڪسرو منارو ٺهيل آهي، جيڪو هڪ سؤ فوٽ کن اوچو آهي، جنهن جي اندرئين پاسي جي ڇت ڊونهاٽيل آهي، جنهن مان اندازو ٿئي ٿو تہ هي منارو "لائيٽ هائوس" طور ڪم ايندو هو منارو سالم بيٺو آهي. اندازو آهي تہ هي ڪلهوڙا دؤر کان اڳ جو ٺهيل آهي.

پير پٺي واري ٽڪريءَ هيٺان مقامي ماڇو ڳوٺ ٻڏي ويا آهن. ڳوٺ ننڍو آهي، پران ۾ انجنيري بنگلو ۽ مسافرخانو ٺهيل آهن.

**پير پٺو مسجد:** ٺٽي ضلعي ۾ پير پٺي جي مزار جي سامهون مٿاهين تي اڏيل هيءَ مسجد 'محمد بن قاسم جي مسجد' جي نالي سان سڏجي ٿي. پر ان تي اهڙي ڪا بہ لکت ڪتبو وغيرہ ڪونہ آهي. اصل ۾ هتي بہ مسجدون هڪ حاطي اندر ٺهيل آهن. حاطو اوڀر اولهہ 180 فوٽ ۽ ڏکڻ اتر 160 فوٽ ماپ جو آهي. پراڻي مسجد اتر پاسي آهي. ٻئي مسجدون بلڪل گڏ آهن. ائين لڳندو چڻ هڪڙي ئي دور جي هڪ ئي عمارت آهي. پر غور ڪبو تہ تعميراتي نڪتہ نگاہ کان ٻنهي ۾ واضح فرق نظر ايندو. ٻي



جوڙيل مسجد شريف انهيءَ سان محلق ڏکڻ ۾ آهي. اتر واري مسجد ۾ ٽي ونگاوان دروازا آهن. وچون دروازو جنهن کي وڏي ونگ ڏنل آهي. اهو ٻين ٻن کان وڏو آهي. ٻئي پاسي اتر واري مسجد جا لنگهہ ننڍا آهن. ڪين ونگن وٽ پانيل جوڙيل آهن. دروازو چوڪور چوڪٽ ۾ نسب ٿيل آهي. ڏکڻ واري مسجد تي ٽي گنبذ تعمير ٿيل آهن. ٻنهي مسجدن جي جوڙجڪ خضري مسجد جهڙي آهي. جيئن ان ۾ نمازي حجرو ٽن حصن ۾ ورهايل آهي، اتي وچون حجرو وڏو ۽ پاسن ۾ بہ ننڍا حجرا آهن. وچين حجري ۾ ڪمانن سان محراب ٺهيل آهي. بلڪل ساڳي طرز هتي بہ ملي ٿي. هتي پراڻي مسجد جو محراب ونگن سان آهن. جڏهن تہ پوئين دور جي مسجد جو محراب سادو آهي. ٻئي مسجدون جنهن جاءِ تي گڏجن ٿيون، اتي ڏاڪڻ ٺهيل آهي. جيڪا مٿي ڇت ڏانهن وڃي ٿي. اتر ڏکڻ جي ڪنڊ وٽ، اڳوٺي مسجد جي حاطي جي لنگهہ وٽ گول منارو ٺهيل آهي، جيڪو بہ ماڙ آهي. انهي کي ماڇو بندرگاہ جو بلاتو سمجهندا آهن. هڪ نظر ۾ لڳندو بہ ائين جو چڻ منارو درياهہ جي ڪنڌيءَ تي ٺهيل آهي ۽ پهريداريءَ لاءِ هجي پر هي اصل ۾ مؤذن جي اذان ڏيڻ جو منارو آهي. هيٺ اندران ڏاڪا ٺهيل آهن. جيڪي ٻي ماڙ تائين وڃن ٿا. مينار جو بنياد گج گاري سان لنبيل آهي. ميناري جي ٻي منزل تي پلويڙا بہ لنبيل آهن. صفا چوٽي تي هڪ گول ابتي چٽيءَ وانگر گنبذ ٺهيل آهي. مسجد جي اندران ٻاهر وڃڻ لاءِ ونگائون دروازو نڪري ٿو انهيءَ دروازي جي مٿان ڪاٺ جي بالڪوني ٺهيل هئي، جيڪا هاڻي ڪانهي، صرف بالڪوني جي جهلڻ جا نشان ملن ٿا. ايڏي وڏي مناري سان هن تر ۾ ڪا بہ مسجد ڪانہ آهي. توڙي جو هاڻي زبون حاليءَ جو شڪار ٿي وئي آهي. ڪاشيءَ جون سرون لهي ويون آهن. جيڪي آهن اهي بہ لهسجي ويون آهن. هن جهڙي مسجد مير معصوم 1003هه/ 1594ع ۾ سکر ۾ جوڙائي هئي.

**پير پڏرو:** هيءُ بزرگ تعلقي جيڪب آباد جي ڳوٺ ڏاڍ ڏڙي ۽ ريلوي اسٽيشن چانگ جي پرسان دفن ٿيل آهي. 1942ع ۾ جڏهن ضلعي جيڪب آباد ۾ وڏي ٻوڏ آئي تہ سمورا علائقا ٻڏي ويا پر پير پڏري واري قبر ۽ ان جي آسپاس وارو وڏو علائقو پاڻيءَ کان بچيل رهيو حالانڪ اتي

ڪو دڙو وغيره به ڪونه هو. پير پڏري جي عرس لاءِ ڏاڍ دڙي جي سيدن مان سيد عبدالمجيد شاهه ۽ سيد لطف علي شاهه، هر سال مارچ مهيني ۾ وڏي پيماني تي ميلو منعقد ڪرائيندا رهن ٿا.

**پير پرڏيهي**: سيد ابراهيم شاهه معروف پير پرڏيهي بلڙيءَ جو رهاڪو وڏو ولي، عامل ۽ صاحب ڪرامت (بزرگ) ٿي گذريو آهي، جنهن جي قبر بلڙيءَ پرسان واقع آهي. مير علي شير قانع ”تحفة الڪرام“ ۾ پير پرڏيهيءَ سان وابسته هڪ واقعو لکيو آهي، جيڪو عقل کان بعيد آهي، جنهن ۾ هن ڄاڻايو آهي ته هن بزرگ جي مزار پرسان ڳاهاٽا وڻ هوندا هئا، جن جي پنن کي هٿ لائڻ سان ماڻهو ۽ ساهوارا مري ويندا هئا، پر شاهه ڪريم جي دعا سان اهو عمل بند ٿي ويو. سيد ابراهيم شاهه معروف پير پرڏيهي جي مزار بلڙيءَ جي ڳوٺ جي آسپاس آهي.

**پير جبو**: ضلعي خيرپورميرس جي تعلقي ناري ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ سٺ ستر ڪن ننڍا ننڍا ڳوٺ آباد آهن.

**پير جليل**: ضلعي ۽ تعلقي شڪارپور ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڳوٺ احمد، رئيس جمال، معرفاڻي ۽ ميوو خان باخراڻي.

**پير جمعو شهيد**: پير جمعو شهيد، ضلعي نوشهري فيروز جي ڪنڊياري تعلقي جي الهندي طرف واري مقام ۾ مدفون آهي. هيءُ وڏو ولي ۽ عارف ڪامل ٿي گذريو آهي. تاريخن ۾ اچي ٿو ته جڏهن نواب عبدالرحيم خان خانان سنڌ تي ڪاهه ڪئي ۽ مغل فوج وٺي هتان کان



پير جنان جي مقبري جو ڏيک

دربيلي ڏانهن وڃي رهيو هو ته رستي ۾ جمعو شهيد، مرزا جاني بيگ جي طرفان وطن جي بچاءَ جي جنگ وڙهندي شهيد ٿيو هو

**پير جنان جي قبرستان ۾ مقبرو**: پير جنان جي قبرستان، ديهه اين. اي- 87، تعلقي ۽ ضلعي نواب شاهه (هاڻوڪي بينظير آباد) ۾ واقع هي مقبرو ڪلهوڙن جي صاحبيءَ جو معلوم ٿئي ٿو هن قبرستان کان ڏيڍ ڪلوميٽر اوڀر طرف اسلم بروهيءَ جو ڳوٺ، 500 ميٽر اتر طرف پناڻ ڳوٺ، 200 ميٽر اولهه ۾ چانڊين جو ڳوٺ، ڏکڻ ۾ ٻن ڪلوميٽرن پنڌ تي جام صاحب نواب شاهه روڊ ۽ 8 ڪلوميٽر اتر اولهه تي نواب شاهه جو شهر آهي. هي ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ "42 '15 °26 ڊگريون ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ °68 "00 '28 ڊگرين ۾ واقع آهي. هن مقبري جي ڊيگهه ويڪر 6.10 ميٽر ۽ اوچائي 8 ميٽر رٽ ۾ چورس آهي. هن جي اڏاوت ۾ پڪيون سرون (ص: 24x18x4) گل ۽ گارو استعمال ٿيل آهي. اونهي ڪمان سان اوڀر ۾ دروازو ڏنل آهي. هر پاسي، مهاڙي ڪي چڊي 10 عدد مستطيل پانيل ٻن قطارن ۾ هڪ ٻئي جي مٿان ٺهيل آهن. اتر ۽ ڏکڻ ۾ دريون هوا جي گذر لاءِ چڊيل آهن. گنبذ، اٺڪنڊي گچ (Drum) جي مٿان ٺهيل آهي. جيڪو مقامي طرز جو گول نموني جو ٺهيل آهي. گنبذ تي به ٻه دريون هوا جي گذر لاءِ اتر ۽ ڏکڻ ۾ چڊيون ويون آهن. گنبذ جي مٿان ابتو ڪنول گل (مهاپدما) ٺهيل آهي. گنبذ جو نمونو آدم خان جي اوائلي ٺهيل مقبري واري گنبذ سان ملي ٿو جيڪو 1561ع ڌاري ناهيو ويو هو. گنبذ ۽ گنبذ گچ تي چن جو پلستر ٿيل هو جيڪو اکڙي ويو آهي، باقي سڄو مقبرو لنبيل ڪونه آهي. حجرو چوڪنڊيءَ نموني جو آهي. اندر چئني تي ونگن وارا طاق ٺهيل آهن. اندر هڪ قبر آهي، جنهن تي ڪوبه ڪتبو وغيره لڳل نه آهي، تنهنڪري اها خبر ڪانه ٿي پوي ته مدفون ڪير آهي، هاڻي گنبذ جو ڪجهه حصو ڪري پيو آهي. هن وقت مقبرو خراب حالت ۾ آهي. بنيادن وٽان ٻن ميٽرن تائين سرون ڪاڇي ويون اٿس. مهاڙيءَ جون اگهاڙيون سرون به وقت جي ڪري ڪارانجي ويون اٿس. مقبرو مرمت طلب آهي.

**پير جو ڳوٺ**: پير جو ڳوٺ خيرپور شهر کان اولهه طرف اٽڪل ٻارهن ميلن جي مفاصلي تي پير صاحبن پاڳارن جو ڳوٺ آهي. هتي حضرت روضي ڌڻي راشد سائينءَ جو مقبرو آهي. جتي 27 رجب ۽ عيدن جي موقعي تي پير صاحب پاڳاري جي مريدن جا وڏا اجتماع ٿيندا آهن. موجوده پير صاحب پاڳاري سيد سڪندر علي شاهه جي رهائش پير ڳوٺ ۾ آهي ۽ پاڻ هر سال مٿين اهم موقعن تي مريدن کي خانداني تاج ويس پائي ديدار ڪرائيندو آهي ۽ ڪين مذهبي، اخلاقي ۽ سماجي مسئلن بابت هدايتون ڏيندو آهي. هي شهر واپار جو وڏو مرڪز آهي. هتي ’جامعه راشديه‘ نالي هڪ وڏي لائبريري آهي، جنهن ۾ پير صاحب نه رڳو پنهنجا اڪثر ڪتاب رکيا آهن، پر هر سال وڏي تعداد ۾ نوان ڪتاب خريد ڪرائي، هن لائبريري ۾ رکائيندو آهي ۽ لائبريريءَ جو سڄو خرچ پاڻ ڀريندو آهي (وڌيڪ ڏسو: پير پاڳارا).

**پير جي ڳوٺ جي مسجد**: پير جي ڳوٺ ضلعي لاڙڪاڻي جي هيءَ مسجد 1228هه/1813ع جي ٺهيل چئي وڃي ٿي. هن ڳوٺ کي شاهه جو ڳوٺ به سڏيندا آهن. هتي حضرت پير سيد مرتضيٰ علي عرف ’پڪي ڌڻيءَ‘ هڪ ٽن گنبذن واري مسجد جوڙائي هئي، جيڪا اڄ تائين سالم حالت ۾ موجود آهي.

**پير جهنڊو**: جهنڊي وارا پير راشدي خاندان جي هڪ شاخ آهن. پير پاڳاري يا راشدي خاندان جي هن شاخ جو باني پير محمد ياسين هو. جيڪو حرن جي تنظيم جي باني پير صبغت الله شاهه جو ڀاءُ هو جيئن ته پير محمد ياسين خاندان کي ”عَلَم“ سان گڏ وٺي الڳ ٿي ويو هو. ان ڪري ”پير جهنڊي“ جي نالي سان مشهور ٿيو هن خاندان جي اڪابرن مان پير محمد ياسين کان پوءِ پير رشيد الدين، پير مرشد الله ۽ پير ضياءُ الدين شاهه خاص طور ذڪر لائق آهن. هن خاندان جا مريد وڏي تعداد ۾ آهن. هن خاندان جي شهرت جو خاص اهڃاڻ سندن ذاتي ڪتب خانو ”پير جهنڊي جو ڪتبخانو“ رهيو آهي. هيءُ ڪتبخانو

پير محمد ياسين ۽ سندن جاءِ نشينن جي علمي ذوق سبب وجود ۾ آيو هن وقت به هي ڪتبخانو علمي ڪتابن جي وڏي تعداد ۾ موجودگيءَ ۽ خاص ڪري ناياب مخطوطن جي ڪري سڄي دنيا ۾ وڏو مقام رکي ٿو. هن ڪتبخاني ۽ مدرسي ۾ سنڌ جو عظيم محب وطن عالم مولانا عبيدالله سنڌي هڪ وڏي عرصي تائين درس تدريس ڏيندو رهيو.

**پير ڇٽل مسجد ۽ مقبرو**: هي ٺٽي جو ماڳ "30 '36 $27^{0}$ اتر ۽ "10 '40 $69^{0}$ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ وارين ڊگرين تي موجود آهي ۽ عربن جي دؤر جو چيو وڃي ٿو. مسجد ۽ مقبرو هڪ ئي پليٽ فارم تي ٺهيل پڪسرا ۽ چن سان اوساريل آهن. ڏکڻ اتر ٻاهرين پٽ جي ماپ 6.5 ميٽر ۽ پليٽ فارم ڪان مٽي اوچائي ست ميٽر آهي. پٽ 90 سينٽي ميٽر ٿلهي آهي. ڏکڻ ۾ مسجد سان مقبرو جڙيل آهي. مقبري ۾ ٻه قبرون آهن. جيڪي بلڪل وچ تي ٺهيل آهن. مقبري جي ماپ 3.6x3.60 ميٽر آهي. مقبري جا منارا ۽ گنبذ ڪافي ننڍا آهن ۽ ونگاس ۾ سادا آهن.

**پير ڇتو**: پير ميان لال ڇتو شاهه وجيهه الدين جو پٽ ۽ شاهه جيعل جو مريد هو. جيڪو مشهور الله وارو بزرگ هو. سندس مزار ٺٽي جي ايرندي طرف وڏي هاڪ رکندي هئي. مير علي شير قانع لکيو آهي ته هن بزرگ جو ظهور ڪيترن ئي شهرن ۾ بلڪ خود ٺٽي ۾ پڻ ٻن ٽن جاين تي هو. انهن مان هڪڙي ٺٽي جي الهندي طرف تندسر چشمي جي ڪناري تي هئي. ڪن جي چوڻ موجب هيءَ (تندسر جي ڪناري وارو) بزرگ ساڳئي نالي سان ٻيو بزرگ هو. جنهنڪري ان تي ڏار ميلو لڳندو هو. هي چشمو ۽ ان جي نسبت وارو پاڙو ٺٽي شهر جي اولهه طرف هو. پاڙي سان لاڳو شهر کان ٻاهر پير ڇتي جي مزار جو ذڪر شيخ اعظم ڪيو آهي. پير ڇتي لاءِ روايت آهي ته سمن ڄامن جي وقت ۾ جڏهن ساموئي آباد هئي ۽ ٺٽي واري سرزمين ۾ باغ ئي باغ هئا، ان زماني ۾ پير ڇتو حج بيت الله جي زيارت ڪري موٽيو ۽ قلندراڻي لباس ۾ سير ڪندو هنن فرحت بخش باغن ۾ اچي ترسيو ۽ خدا جي ذڪر ۾ مشغول رهيو. اتفاق سان ڪنهن سمي ڄام جي نياڻي به باغ جي سير تفريح تي ايندي هئي ۽ اها پير صاحب جي عقيدت مند ٿي پئي. ڪن فتني باز ماڻهن اها ڳالهه وڌائي وڃي ڄام کي ٻڌائي، جنهن سچ ۽ ڪوڙ جو جائزو وٺڻ بدران ڪن ماڻهن کي چاڙهي موڪليو. جن هن بزرگ کي اچي شهيد ڪيو. سندس قبر باغ ۾ شهادت واري جاءِ تي موجود آهي.

**پيرَ ـ چلا**: هڪ قسم جا پيرن ۾ پائڻ جا ڳهه. جيڪي سڪن مان ٺاهيا ويندا آهن. انهن مان ڪي پهلودار ته ڪي ريهلا چلا سڏبا آهن. انهن چلن ۾ چمڪڙيون به پونديون آهن ميناڪاريءَ جو جنسار به جڙندو آهي. سنڌ جي مڙني ذاتين جون عورتون پيرن جا چلا ڏاڍي چاهه سان پائينديون آهن. پيرن جي چلن جا هيٺيان قسم آهن:

(الف) روپئي وارا چلا، (ب) پهلودار چلا. هي چلا عام پازيب کان مختلف ٿين ٿا.


پير چلا

**پير حاجي چڙاري جو مقبرو**: ميرن جي صاحبيءَ جو هي مقبرو ڳوٺ ۽ ديهه سينڊل ڪمال، تعلقي دولتپور، ضلعي نواب شاهه (هاڻي بينظيرآباد) ۾ واقع آهي. هن جي ڏکڻ ۾ هڪ ڪلوميٽر تي لاڪات جو تاريخي ڳوٺ آهي، جتي مغل دؤر ۾ وڏيون چڪريون ٿيون هيون. اهو تاريخي ڳوٺ ايم. آر. ڊي تحريڪ ۾ ضيائي آمريت وقت بمباري ڪري تباهه ڪيو ويو هو هن دڙي جي اولهه ۾ 300 ميٽرن تي بچاءُ بند ۽ اتر- اوڀر ۾ هڪ ڪلوميٽر تي قاضي احمد جو شهر آهي. هي ماڳ اتر ڊگهائي ڦاڪ "20 '17 $26^{0}$ ۽ اوڀر ويڪرائي ڦاڪ ۾ "10 '02 $68^{0}$ ڊگرين تي موجود آهي. هي مقبرو ڊيگهه ۾ 4.80 ميٽر، ويڪر ۾ 4.80 ميٽر ۽ اوچائيءَ ۾ 7 ميٽر ماپ جو آهي. اڏاوت ۾ پڪيون سرون، گل گارو، گچ گارو ۽ چن استعمال ٿيل آهي. مقبرو چوڪنڊو رٿيل آهي. نوڪدار ونگ سان ڏکڻ ۾ دروازو ۽ ان ڪان اڳ ۾ نوڪدار ونگائون ٻاهر تي نڪتل جارو، پاسن ۾ به مستطيل نموني بند جارا ٺهيل آهن. گنبذ اڌ گول وانگر مٿان ڪنول جو ابتو گل، (مها پدما) ۽ ڪلس ڏنل، جنهن تي ڪاشيءَ جو ڪم ٿيل ڏسجي ٿو. گنبذ جي هيٺان ۽ ڇت جي مٿان ڳَچ (drum) اٺ ڪنڊو آهي. مهاڙيءَ ۾ پٺي ۽ اولاهينءَ پٽ تي به ڊگهيون اٽيون (pinnacles) ٺهيل آهن. ڳچ جي هر ڪنڊ تي هڪ ڊگهو ڪنگرو ٺهيل آهي. گنبذ ميان نورمحمد ڪلهوڙي جي مقبري تي ٺهيل گنبذ جهڙو آهي. مقبرو ٻاهران توڙي اندران چن سان پلستر ٿيل آهي. اندر پاسن سان جارا ٺهيل آهن. اتر، اوڀر ۽ اولهه واري پٽ تي محراب وانگر اندرئين طرف جارا ٺهيل آهن. اندرئين حصي ۾ مقبرو چوڪنڊو آهي. ڪنڊن وٽ ڪنڊ- جوڙون (squinches) ٺاهي، انهن تي اٺڪنڊو ڳچ ٺاهي گنبذ رکيو ويو آهي. اندر صرف پير حاجي چراڙ بزرگ جي هڪ مزار آهي. هن وقت مقبري جي حالت بلڪل ٺيڪ آهي، جو مقامي ماڻهو ان جي مرمت ڪرائيندا رهن ٿا.

**پير حاجي نظر محمد شاهه جيلاني**: پير حاجي نظر محمد شاهه جيلاني 1307هه مطابق 1889ع ڏاري ڳوٺ "ٽاصري" تعلقي سڪرنڊ، ضلعي نوابشاهه (هاڻي بينظيرآباد) ۾ پير ڇٽل شاهه جي گهر ۾ جنم ورتو. پاڻ قرآن شريف جي تعليم ملا محمد ابراهيم ڏونگري (ويٺل آمري) کان ورتائين. سورهن سالن جو هو ته سندن والد وفات ڪري ويو. ديني علم ڏانهن سندن گهڻو لاڙو هوندو هو. گهڻو وقت عبادت ۾ گذاريائين. روحاني فيض حاصل ڪرڻ لاءِ پوڄرائي درگاهه (شيخ پرڪئي کان ٻه ميل اتر) جي گادي نشين سيد محمد علي شاهه جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ سندس هٿ تي بيعت ڪيائين. گهڻو وقت مرشد جي خدمت ۽ حاضري ۾ گذاريائين. جڏهن سندس مرشد لاڏاڻو ڪيو ته ويڳاڻو ٿي پيو ۽ پوءِ لڪيءَ ۾ حضرت شاهه صدر رحمة الله جي درگاهه تي ويهي ذڪر ۽ فڪر ۾ محو رهيو. هن لاءِ ڪيترين ئي روايتون عام ماڻهن وٽ موجود آهن. سندس همعصرن ۾ مخدوم طالب المولىٰ ۽ سائين جي. ايم. سيد جهڙا مدبر انسان هئا. پاڻ 29 جمادي الثاني 1370هه/ 7 اپريل 1951ع تي ڇنڇر جي رات ٻاهٺ ورهين جي ڄمار ۾ وفات ڪيائين. پير نظر محمد شاهه جو ساليانو ميلو به وڏي عقيدت سان لڳندو آهي، جنهن ۾ هزارن جي تعداد ۾ عقيدتمند ڪيس خراج تحسين پيش ڪرڻ ايندا آهن. هن موقعي تي ملاڪڙو ۽ ٻيون ميلن واريون سرگرميون پڻ ٿينديون آهن.

**پير حسام الدين راشدي**: سنڌ جو ممتاز تاريخدان ۽ محقق پير حسام الدين راشدي، 20 سيپٽمبر 1911ع تي ضلعي لاڙڪاڻي جي تعلقي رتيديري ۾، نصرت اسٽيشن جي پر سان راشدي پيرن جي ڳوٺ "بهمڻ" ۾

جاتِو، جيڪو موهن جي دڙي کان 25-30 ميل پري آهي. سندس والد جو نالو سيد محمد حامد شاهه راشدي هو. پير صاحب ابتدائي تعليم مولوي محمد سومار ڏکڻ کان ورتي. ان کان پوءِ هن مولوي محمد الياس پنهور ۽ مولوي سيد علي شاهه لڪياريءَ کان درس ورتو. انهن استادن وٽ چار درجا سنڌي ۽ سڪندرنامي تائين فارسي تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ، انگريزيءَ ۾ تعليم خانگي طور نصرت ريلوي اسٽيشن جي اُن وقت جي ريلوي ماستر کان ورتائين.



هن 1926ع ۾ "جاڳڻ" اخبار جي عيوضيءَ طور، صحافت جي دنيا ۾ قدم رکيو. ان کان پوءِ 1929ع ڌاري هڪ رسالي 'المنار' جو ڪجهه وقت ايڊيٽر ٿي ڪم ڪيائين. ساڳئي وقت ماهوار اخبار "پيغام" جو نمائندو به ٿي رهيو، جيڪا مولوي عبدالڪريم چشتي، شڪارپور وارو ڪيندو هو. 1930ع ڌاري "سنڌ زميندار اخبار" (سکر) جو ساٿي ايڊيٽر مقرر ٿيو. ان وچ ۾ پنهنجي ڀاءُ پير علي محمد راشديءَ جي رسالي "الراشد" ۾ به ڪم ڪيائين. بعد ۾ 1930ع کان 1934ع تائين "سنڌ زميندار" اخبار جو ايڊيٽر ۽ 1934ع کان 1937ع تائين "ستاره سنڌ" اخبار جو ايڊيٽر مقرر ٿيو، جيڪا پير علي محمد راشدي ۽ پير حسام الدين راشديءَ گڏجي ڪڍي هئي. پير حسام الدين راشديءَ ڪيترين ئي اخبارن ۾ پس پرده به ڪم ڪيو. جن ۾ "الوحيد" ۽ "قربانيءَ" جا نالا قابل ذڪر آهن. جڏهن 1951ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ جي نئين سرجوڙجڪ ٿي ته ان جي بورڊ ۾ ميمبر ٿي رهيو ۽ آخر تائين ان منصب تي رهيو. ان کان سواءِ 1957ع ۾ ته ماهي رسالي "مهراڻ" جو ايڊيٽر پڻ ٿيو.

اوائلي ڏينهن ۾ پير صاحب شاعري به شروع ڪئي، تخلص 'فدائي' رکيو هئائين. افسانه نويسيءَ ۾ به طبع آزمائي ڪيائين. سندس ڪجهه افسانا 'المنار' رسالي ۾ ڇپيا، جيڪو عبدالحميد پٽي (رشيد پٽيءَ جو والد) ڪيندو هو. 1947ع تائين سکر ۽ ڪراچيءَ ۾ صحافت ۾ سرگرم رهيو. سنڌ مسلم ليگ ۾ به ڪجهه وقت رهيو. زمينداري به ڪيائين. افسانوي ادب سان گڏ نوس علمي عنوانن تي به لکيائين. قيام پاڪستان بعد سياست، صحافت ۽ زمينداريءَ جهڙن مشغلن کي ڇڏي، مستقل طور ڪراچيءَ ۾ رهائش اختيار ڪيائين. ان طرح باقاعدي تصنيف، تاليف ۽ تحقيق جي ڪم ۾ مشغول رهيو.

پير صاحب متعدد علمي ادبي، علمي ۽ تحقيقي ادارن جو ميمبر رهيو ورهاڱي کان پوءِ جڏهن "انجمن ترقيءِ اردو" جو دفتر مولوي عبدالحق، دهليءَ کان ڪراچي کڻي آيو ته ان بورڊ تي پير صاحب کي شريڪ ڪار طور کنيو ويو. 1958ع ۾ "اردو ڊولپمينٽ بورڊ" ٺهڻ سان ان جو ميمبر مقرر ٿيو ۽ آخر تائين ان جو ميمبر رهيو. لياقت نيشنل لائبريريءَ جي صلاحڪاري ڪميٽيءَ تي 1949ع کان آخر تائين ڪم ڪيائين. 1958ع ۾ پاڪستان سرڪار 'نيشنل ميوزيم' ٺاهڻ لاءِ هڪ ڪميٽي جوڙي، ته ان جو به ڪيس ميمبر ڪيو ويو. 1962ع ۾ اردو ڊيولپمينٽ بورڊ جو ايڊيٽر مقرر ٿيو 1957ع کان ڪراچي يونيورسٽيءَ جي اڪيڊمڪ ڪائونسل جو ميمبر رهيو. سنڌ يونيورسٽيءَ جي سينيٽ جو 1957ع کان 1958ع تائين ميمبر رهيو. سنڌ يونيورسٽيءَ سينڊيڪيٽ جو به 1963ع کان ميمبر ٿيو ۽ پنجاب يونيورسٽي، لاهور جي ريسرچ سوسائٽي آف پاڪستان جو 1963ع کان ميمبر رهيو.

پير صاحب سنڌ جي تاريخ تي جيڪو ڪم ڪيو آهي، اهو صدين تائين ياد رهندو. پاڻ نه صرف سنڌ جو ناميارو ۽ هاڪارو عالم هو پر سندس نالو سڄي ايشيا کنڊ ۾ هڪ تاريخدان، عالم ۽ محقق طور وڏي عزت ۽ احترام سان ورتو ويجي ٿو.

پير صاحب هڪ وڏو سياح به هو. ڪيس تاريخي جايون، ميوزيم ۽ ڪتب خانا گهمڻ ۽ ڏسڻ جو تمام گهڻو شوق هو. ان مقصد لاءِ هن 1952ع ۾ عراق، مصر، لبنان، شام ۽ لنڊن جو سير ڪيو. اتي ڪيس ڪيترن ئي قديم آثارن ۽ تاريخي شين کي ڏسڻ جو موقعو مليو ۽ ڪيترن ئي اديبن سان ملاقاتون ڪيائين. 1956ع ۾ هڪ دفعو وري بغداد، شام ۽ لبنان ويو. 1958ع ۾ افغانستان ويو. 1958ع کان 1962ع تائين فلپائين علاج لاءِ ويو، جتي ان وقت سندس ڀاءُ سيد علي محمد شاهه راشدي پاڪستان جو سفير هو. اتي ڪيس اوپر وارا ملڪ ڏسڻ ۽ اتي جي رسمن رواجن کي پرکڻ جو موقعو مليو. 1964ع ۾ پاڪستان سرڪار طرفان ڪيس روس ۾ علمي ڪوجنا لاءِ موڪليو ويو، جتي هن مختلف تاريخي جڳهين، ڪتبخانا ۽ نئين طرز تي قائم ڪيل ادارا ۽ شهر ڏٺا. 1964ع ۾ هانگ ڪانگ ۾ ڪجهه وقت رهيو ۽ ساڳئي سال جي نومبر مهيني ۾ وطن موٽي آيو. اُن کان پوءِ ايران، روس، چين، افغانستان ۽ ٻين ملڪن ۾ سرڪاري توڙي خانگي دورا ڪيائين.

سندس تاريخي خدمتن جي اعتراف ۾ ڪيس ڪيترائي انعام اڪرام مليا. 1964ع ۾ ڪيس حڪومت پاڪستان طرفان "تمغهِ امتياز" ڏنو ويو. 1965ع ۾ ڪيس شهنشاهه ايران طرفان "نشان سپاس- درجه اول" جو تمغو ڏنو ويو. تهران يونيورسٽيءَ ڪيس ڊاڪٽريٽ جي اعزازي ڊگري به ڏني. 1965ع ۾ ڪيس پاڪ- روس ڪلچرل ايسوسيئيشن جو نائب صدر چونڊيو ويو. 1966ع ۾ پاڪستاني ليکڪن جي وفد سان چين جي دوري تي ويو. 1966ع ۾ شهنشاهه ايران طرفان پهلوي ڪتبخاني تحت ٿيندڙ ايران شناس عالمن جي بين الاقوامي اجلاس ۾ ڪيس ڪوٺ ڏني ويئي. ساڳئي سال افغانستان ۾ وچي سنڌ ۽ افغانستان جي گڏيل تاريخ تي مواد هٿ ڪيائين.

پير صاحب جي عظيم الشان ذاتي لائبريريءَ ۾ ڪيترائي املهه ۽ قيمتي ڪتاب ۽ اڻلڀ قلمي نسخا هوندا هئا. آخري وقت ۾ پير صاحب جي مرضي هئي ته اُها لائبريري سنڌ يونيورسٽي خريد ڪري، پر پوءِ ڪن سببن ڪري اها لائبريري قائداعظم يونيورسٽيءَ جي ملڪيت ٿي وئي. سندس ڪتابن تي مشتمل بچي ويل علمي ذخيرو، سنڌالاجيءَ جي حوالي ڪرڻ جي وصيت ڪئي هئائين. اهي سڀ شيون هن وقت سنڌالاجيءَ ۾ موجود آهن. آخري عمر ۾ ڪيس ڪينسر جهڙي مهلڪ بيماريءَ ٿي پئي. ماسڪو جي ڊاڪٽرن کان به مايوس ٿيڻ کان پوءِ لنڊن علاج لاءِ ويو، پر سندس حياتيءَ وفا نه ڪئي ۽ ٻهرين اپريل 1982ع تي لاڏاڻو ڪيائين. سندس وصيت موجب ڪيس مڪليءَ جي قبرستان ۾، مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي مزار جي احاطي ۾ دفن ڪيو ويو جڏهن ته سندس خواهش مخدوم معين ٺٽويءَ جي قبرستان ۾ دفن ٿيڻ جي هئي. مشهور جرمن محقق خاتون ڊاڪٽر ائنيمري شِمل جي علامتي قبر به سندس قبر جي پرسان ٺاهي وئي آهي.

پير حسام الدين راشديءَ جي تصنيفن جو تفصيل هن ريت آهي:
(1) اسلامي ڪتب خانه (ترجمو: 1939ع)، (2) سنڌي ادب (اردو ۾: 1952ع، هن ڪتاب جو روسي ترجمو مس بيگوروا رئيسه، ماسڪو مان ڇپرايو. ڪتاب جو سنڌي ترجمو پڻ 1981ع ۾ ڇپيو؛ جيڪو غلام محمد لاکي ڪيو. ان جو ٻيو ڇاپو 1996ع ۾ پڌرو ٿيو. ڪتاب جو اردو ايڊيشن به ٻيهر شايع ٿيو[ماهوار: اظهار، مئي 1983ع])، (3) مهراڻ جون موجون (ترتيب ڏنل: هن ۾ رسالي ”نئين زندگي“ ۾ڇپيل مضمونن، افسانن ۽ شعرن جو انتخاب ڏنل آهي. اهو ڪتاب 1956ع ۾ ڇپيو جنهن جو ٻيو ڇاپو 1964ع ۾ نڪتو (4) مثنوي چنيسر نامه (ايڊٽ ڪيل: 1957ع)، (5) مثنوي مظهرالآثار (ايڊٽ ڪيل: 1957ع)، (6) مقالات الشعرا (ايڊٽ ڪيل: 1957ع)، (7) تڪمله مقالات الشعرا (ايڊٽ ڪيل: 1958ع)، (8) تذڪره اميرخاني (تحقيق: 1961ع، ٻيو ڇاپو: 2005ع)، (9) مثنويات و قصائد قانع (ايڊٽ ڪيل: 1961ع)، (10) تاريخ مظهر شاهجهاني (ايڊٽ ڪيل: 1962ع، ان ڪتاب جو سنڌي ترجمو نياز همايونيءَ 1979ع ۾ ڪيو جڏهن ته انگريزي ترجمو ڊاڪٽر محمد سليم اختر 1990ع) ۾ ڪيو. (11) هشت بهشت (ايڊٽ ڪيل: 1963ع)، (12) منشور الوصيت و دستورالحڪومت (ايڊٽ ڪيل: 1964ع؛ سنڌي ترجمو: ڊاڪٽر عبدالرسول قادري، 1996ع ۽ ٻيو ڇاپو 2005ع ۾ ڇپيو)، (13) ترخان نامه (ايڊٽ ڪيل: 1964ع؛ سنڌي مترجم: مرزا عباس علي بيگ: 1994ع، ٻيو ڇاپو: 2005ع)، (14) ماڪ پنا رابيل (1965ع، نئين زندگيءَ ۾ ڇپيل مضمونن ۽ مقالن جو انتخاب)، (15) مڪلي نامه (ايڊٽ ڪيل: شروع ۾ مهراڻ رسالي ۾ ڇپيو: 1956ع؛ ڪتابي مفصل ايڊيشن 1957ع ۾، ۽ وري 1994ع ۾ شايع ٿيو)، (16) مرزا عيسيٰ ترخان (تحقيقي: 1967ع)، (17) هفت مقاله (ترتيب: اردو ۾ فارسي ادب متعلق ڇپيل مقالن جو انتخاب: 1967ع، (18) حديقة الاوليا (ايڊٽ ڪيل: 1967ع؛ سنڌي ترجمو: ڊاڪٽر عبدالرسول قادري: 2007ع)، (19) تذڪره شعراءِ ڪشمير (ايڊٽ ڪيل: 1967ع؛ ٻيو ڇاپو: 1983ع)، (20) تذڪره شعراءِ ڪشمير (جلد اول: تحقيق: 1967ع، ٻيو ڇاپو: 1983ع)، (21) تذڪره شعراي ڪشمير (جلد ٻيو، تحقيق، 1968ع، ٻيو ڇاپو: 1982ع)، (22) تذڪره شعراي ڪشمير (جلد ٽيون، تحقيق: 1968ع؛ ٻيو ڇاپو: 1982ع)، (23) احوال و آثار ملڪ الشعراءِ ابوالفيض فيضي (تحقيق: 1968ع)، (24، 25، 26) تذڪره روضة السلاطين، تذڪره جواهر العجائب، ديوان فخري (ايڊٽ ڪيل: 1968ع، فخري هرويءَ جا هي ٽي ڪتاب هڪ جلد ۾ 1968ع ۾ ڇپيا)، (27) دود چراغ محفل (تحقيق: 1969ع؛ هي ڪتاب غالبيات جي موضوع تي آهي)، (28) تذڪره شعراءِ ڪشمير (جلد چوٿون، تحقيق: 1969ع)، (29) مرزا غازي بيگ ترخان ۽ سندس ادبي بزم (اردو تحقيق: 1970ع، ايران ۾ هن ڪتاب جو فارسي ترجمو زير اشاعت آهي)، (30) ديوان بيرم خان (ايڊٽ ڪيل: 1971ع)، (31) تحفة الڪرام (ايڊٽ ڪيل: 1971ع)، (32) تذڪره مشايخ سيوستان (ايڊٽ ڪيل: 1974ع؛ سنڌي ترجمو: نياز همايوني: 1979ع، فارسي ۽ سنڌي رسالي ”مهراڻ“ ۾ ڇپيو ڪتابي اشاعت: تعارف ۽ ترتيب: غلام محمد لاکو: 2010ع)، (33) مثنوي مهرو ماهه (ايڊٽ ڪيل: 1974ع)، (34) تذڪره مشاهير سنڌ (ايڊٽ ڪيل: 1974ع؛ بعد ۾ هي جلد اول طور شايع ٿيو: 1985ع؛ اردو ترجمو: ڊاڪٽر عزيز انصاري ۽ عبدالله ورياهه: 1991ع)، (35) هُو ڏوٿي هُو ڏينهن (تصنيف: 1977ع؛ ٻيو ڇاپو: 2002ع)، (36) تذڪره رياض العارفين (ايڊٽ ڪيل، جلد اول: 1977ع)، (37) مير محمد معصوم بکري (تحقيق: 1979ع؛ ٻيو ڇاپو: 2005ع)، (38) ڳالهيون ڳوٺ وڻن جون (مضمون ۽ مقالا: 1981ع؛ ٻيو ڇاپو 2006ع)، (39) تذڪره رياض العارفين (ايڊٽ ڪيل: جلد ٻيو 1982ع)، (40) مراة الجمال (ترتيب: سنڌي، اردو ۽ فارسي شعرن جو انتخاب: 1984ع)، (41) ڳالهيون منهنجي سنڌ جون (ترتيب: غلام محمد لاکو: مضمون، خط، تقريرون ۽ انٽرويوز: 1992ع، ڪتاب جو ٻيو وڌايل ڇاپو 2007ع ۾ ڇپيو)، (42) مقالات راشدي (اردو، مرتب: غلام محمد لاکو: 2002ع). ان کان سواءِ راشدي صاحب ڪجهه ڪتابن جو ساٿي ليکڪ، مرتب يا ايڊيٽر به رهيو. انهن ڪتابن جو وچور هن ريت آهي، (43) بنيادي اردو لغت (سنڌي ترجمو جمال رند سان گڏ: 1968ع)، (44) توزڪ جهانگيري، ٻه جلد (اردو ترجمو اعجاز الحق قدوسي، نظرثاني: پير حسام الدين راشدي، جلد اول: 1968ع، جلد ٻيو: 1970ع)، (45) سماجي اڀياس (ائين جماعت لاءِ: 1969ع)، (46) سماجي اڀياس (درسي ڪتاب: 1969ع)، (47) هفت زباني لغت (اردو، بنگالي، بلوچي، پشتو، پنجابي، سنڌي ۽ ڪشميري ٻولين تي مشتمل هن لغت جي سنڌي حصي تي پير حسام الدين راشدي، نياز همايوني ۽ محمد انور بلوچ ڪم ڪيو. لغت 1974ع ۾ ڇپي)، (48) طبقات ناصري (اردو ترجمو: مولانا غلام رسول مهر، نظرثاني: پير حسام الدين راشدي، ٻه جلد: 1975ع)، (49) سنڌي زبان جي بنيادي لغت (مختلف عالمن تيار ڪئي، انهن ۾ پير حسام الدين راشدي به شامل هو: 1976ع)، (50) تذڪرة الشعرا (ايڊٽ ڪيل: پروفيسر عبدالغني، نظرثاني: پير حسام الدين راشدي: 1976ع).

**پير حسام الدين راشدي (ڪتابچو)**: هيءُ ڪتابچو ڊاڪٽر فهميده حسين جو ٻاراڻي ادب جي سلسلي ۾ ’سنڌ جا سپوت‘سيريز هيٺ لکيل سنڌ ثقافت کاتي پاران 1990ع ۾، مهتاب اڪبر راشديءَ جي سيڪريٽري شپ دوران شايع ڪيو ويو. ڪرائون سائيز جي هن ڪتابچي جو پيش لفظ به مهتاب اڪبر راشديءَ جو لکيل آهي، ۽ ان ۾ ليکڪا پير حسام الدين راشديءَ جي زندگيءَ جي علمي، تاريخي، صحافتي ۽ ادبي خدمتن جو سرسري جائزو پيش ڪيو آهي. هن ڪتابچي جي قيمت 15 رپيا لکيل آهي.

**پير حسام الدين راشدي نمبر**: پير حسام الدين راشدي جي خدمتن بابت سنڌي پبليڪيشنز، ڄام شوري جو هي نمبر محترم خان محمد پنهور ۽ اعجاز سنڌي اپريل 1973ع ۾ شايع ڪيو هو.




- پير حسام الدين راشدي بابت ٽه ماهي مهراڻ سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شوري پاران پڻ 1983ع ۽ 1997ع ۾، نفيس احمد ناشاد جي ايڊيٽرشپ ۾ نمبر شايع ڪيا ويا. اهڙي طرح

پير حسام الدين راشدي نمبر، ماهنامه 'قومي زبان' انجمن ترقي اردو، ڪراچي ڊسمبر 1982ع ۾ شايع ڪيو. جنهن جا مرتب جميل الدين عالي ۽ سيد شبير علي ڪاظمي هئا.

**پير حسن:** هن نالي سان ضلعي دادو جي تعلقي جوهيءَ ۾ هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ 'ٻاريچا'، 'گهرياٽي'، 'عيسو خان نوحاڻي' ڳوٺ شامل آهن.

**پير حسن آري:** پير حسن آري پنهنجي دؤر جو مشهور ولي ٿي گذريو آهي. سندس والد جو نالو سيد عيسب هو. روايت آهي ته هو تمام سهڻو هوندو هو، جيئن ته ماڻهو سندس حُسن جو جلوو ڏسڻ لاءِ بيتاب هوندا هئا.



پير حسن آريءَ جي مزار

ان ڪري اڪثر پنهنجو چهرو لڪائي هلندو هو. جنهنڪري آري سڏيو ويندو هو. سندس مزار ميان سيد حاجي رح جي قبرستان ۾ آهي. ڪي ماڻهو سندن تربت کي آرباڻي بيبيءَ جي تربت به سمجهن ٿا، جو ته پاڻ منهن ڍڪي هلڻ ڪري آري يا آرياڻي سڏبو هو. سندس تربت تي به سيد حسن آرياڻي لکيل آهي. سندس مزار ٺٽياري شهر ۾ آهي.

**پير حسن ڪبير الدين رح:** هيءُ اسماعيلي داعي، بزرگ پير صدر الدين جو فرزند هو. سندس نالو حسن     ڪبيرالدين هو. ڪيس سيد السادات، بُت شڪن، حسن دريا، سيد حسن شاهه، پير حسن اُچوي، سيد حسن شمس، سيد حسن ڪفر شڪن، مخدوم سيد ڪبيرالدين شاهه، گُرو حسن شاهه ۽ گُرو پير حسن الحسيني به چيو ويندو هو. سندس ولادت جو سال 792ھ/ 1389ع آهي. پير حسن ڪبيرالدين ننڍپڻ کان ئي هوشيار هو. قرآن پاڪ ۽ حديث جو وڏو ڄاڻو هو. عربي ۽ فارسيءَ تي عبور هوندو هئس. سنڌي، گجراتي، ڪڇي، سرائڪي ۽ پنجابي توڙي ٻين ٻولين تي دسترس حاصل هئس. ننڍي هوندي کان ئي عبادت ۽ مذهبي ڪمن ۾ رُڌل رهندو هو. ڏات ڌڻي، شاعر ۽ سٺو مقرر به هو. سندس 'گنان' مشهور آهن، جن ۾ عربي ۽ فارسي ٻولين جي آميزش آهي. ڪيس سندس والد پير صدرالدين (جنم: 1290ع- وفات: 1409ع) جي رحلت کان پوءِ امام الزمان طرفان پير مقرر ڪيو ويو. پير حسن، اولهه، وچولي ۽ اتر هندستان جو گهڻو سفر ڪيو جتي اسلامي دعوت ۽ پرچار جو ڪم ڪيائين. ان کان پوءِ ڪشمير، افغانستان، ايران، عراق ۽ عرب ملڪ به گهمي ڏٺائين. پر حياتيءَ جو وڏو حصو سنڌ، پنجاب ۽ گجرات ۾ گذاريائين. ڪيس ارڙهن فرزند ۽ هڪ نياڻي "ٻائي ٻڊاڻي" هئي. سندس گنانن جو وڏو ذخيرو اسماعيلي جماعت وٽ موجود آهي. سندس درٻار اُچ شريف ۾ آهي.

**پير حسين شاهه راشدي:** مشهور قانوندان ۽ سينيٽ جو اڳوڻو ميمبر حسين شاهه راشدي 15 جنوري 1938ع تي ضلعي لاڙڪاڻي جي ڳوٺ ٻهمڻ ۾ سنڌ جي هڪ معزز علمي ۽ روحاني راشدي خاندان ۾ پيدا ٿيو.

پير علي محمد راشدي سندن والد ۽ پير حسام الدين راشدي سندس چاچو



هو. سنڌ مسلم آرٽس ڪاليج مان گرئجوئيشن ڪرڻ کان پوءِ قانون ۽ ان جي اصولن جي اعليٰ تعليم لاءِ سنڌ مسلم لا ڪاليج ڪراچي ۾ داخل ٿيو ۽ 1953ع ۾ ايل ايل بي جي ڊگري حاصل ڪيائين. پير صاحب آئيني ۽ فوجداري قانونن کان واقف ۽ هاءِ ڪورٽ ۽ سپريم ڪورٽ جو وڪيل هو ادب، صحافت، معاشرتي ۽ ثقافتي ڪمن سان لڳاءُ جي ڪري سنڌ جي ڪيترن اردو، سنڌي ۽ انگريزي رسالن ۾ سنڌي، اردو ۽ انگريزيءَ ۾ موجوده حالتن تي ڪالم لکيائين. 1983ع کان 1984ع تائين سنڌ هاءِ ڪورٽ بار ائسوسيئيشن جو نائب صدر ٿي رهيو. 1994ع کان 1996ع تائين سنڌي ادبي بورڊ جو چيئرمين رهيو ۽ 1994ع کان 2000ع تائين سينيٽ جو ميمبر ٿي رهيو. جنهن ۾ هيٺين ڪميٽين جو ميمبر رهيو: (1) ثقافت، راندين، سياحت ۽ عورتن جي ڊولپمينٽ وارو کاتو (2) قانون ۽ پارليامينٽري افيئرز، (3) انفارميشن ۽ براڊ ڪاسٽنگ، (4) ايجوڪيشن، سائنس ۽ ٽيڪنالاجيڪل ۽ ريسرچ.

ان کان سواءِ به حسين شاهه راشدي پاڪستان جي ڪيترن ئي اهم ادارن جو ميمبر رهيو، جن ۾: انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، سچل چيئر، شاهه عبداللطيف ڀٽائي يونيورسٽي خيرپور، يونيورسٽي آف ڪراچي، بورڊ آف گورنرس نيشنل ڪميشن هسٽري اينڊ ڪلچر، پاڪستان اڪيڊمي آف ليٽرس وغيره. جڏهن ته نيشنل لئنگئيج اٿارٽي، اسلام آباد جي بورڊ آف گورنرس جو ميمبر به رهيو. حسين شاهه راشدي 1960ع ۾ فلپائن ۾ منعقد يونيسڪو جي تعليمي ڪانفرنس ۽ پوءِ 1989ع ۾ گڏيل قومن جي جنرل اسيمبليءَ جي اجلاس ۾ پاڪستان جي نمائندگي ڪئي ۽ ان کان سواءِ هُن لڳ ڀڳ ويهن مُلڪن جا دورا ڪيا. هن دل ٻيهڻ سبب 15 اپريل 2007ع تي وفات ڪئي. سندس آخري آرام گاهه ڪراچيءَ جي ميوا شاهه قبرستان ۾ آهي.

**پير ڏمڻ جو ميلو:** ضلعي دادوءَ ۾، منڇر ڍنڍ ۾ پير ڏمڻ جي ماڳ تي هر سال سانوڻ جي مهيني ۾ ميلو لڳندو آهي، جو ته ان مند ۾ منڇر جو پاڻي چاڙهه ۾ هوندو آهي. هيءُ ماڳ قديم دور جي آثارن مان به هڪ آهي. ان موقعي تي ٻيڙيون، جدا جدا ٽڙن کان سينگارجي ايندين آهن. آسپاس



پير ڏمڻ جي مزار

مان باجرڪيءَ ۽ جهانگرڪيءَ جي واهين کان، توڙي ڪائي شاهه حسڻ، بوبڪ، ريل، بختيارپور- گرڪڻ، باڻڙي، ڪُور ۽ ٻين سيني ٽڙن تان ٻيڙيون هن ميلي ۾ ايندين آهن. اڄڪلهه منڇر ۾ پاڻي گهٽ هئڻ سبب اها اڄ وڃ

جهڙوڪر ختم ٿي ويئي آهي. هن سال (2010ع) جي مينهن ۽ ٻوڏن ڪانپوءِ شايد هي ميلو ٻيهر مچي پوي.

**پير ڏواري:** ضلعي دادوءَ جي تعلقي جوهيءَ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حاجي فريد رودناڻي، حاجي الهه بخش رودناڻي، يعقوب رودناڻي، بلو رودناڻي، فوجو رودناڻي، عمير رودناڻي، عرض محمد رودناڻي، حاجي شير محمد جمالي، صوبو سولنگي، ٿنگو خان رودناڻي، اسماعيل رودناڻي، عرس رودناڻي، حاجي يعقوب جمالي ۽ صديق رودناڻي.

**پير ذاڪري (ڳوٺ):** هيءُ ڳوٺ ضلعي نوابشاهه (هالاڪي بينظير آباد) جي شهر سڪرنڊ لڳ، اتر طرف مين روڊ تي واقع آهي. هي ڳوٺ اصل ۾ 'زميندار محمد حسن چوهاڻ' جي نالي سان قائم هو. پر مُني صديءَ اڳ بزرگ سيد محمد شاهه جيلاني ذاڪريءَ، محمد حسن چوهاڻ جي زور پرڻ تي هن ڳوٺ ۾ 'درگاهه ذاڪريءَ' جو بنياد اچي رکيو ۽ پوءِ سندس ئي نالي



سان هيءُ ڳوٺ 'پير ذاڪري' طور مشهور ٿي ويو. هن ڳوٺ ۾ عاليشان جامع مسجد، سيد محمد شاهه ذاڪريءَ جو روضو، ديني مدرسو، ڪتب خانو، پرائمري اسڪول قائم آهن. درگاهه جو گادي نشين سندس فرزند پير احمد شاهه ذاڪري (سهڻو سائين) سال 2000ع ۾ لاڏاڻو ڪري ويو. جنهن ڪان پوءِ موجوده سجاده نشين منير حسين شاهه بہ هتي ذڪر فڪر جو سلسلو جاري رکيو اچي. هن ئي نالي پير 'ذاڪري- II' سان ڪڏهر- سڪرنڊ روڊ تي سيد محمد شاهه جي خليفي، پيرعلي اڪبر شاهه باقيل پوٽي قائم ڪئي، ان ڪري اصل درگاهه پير ذاڪريءَ کي پير ذاڪري- I بہ سڏيو ويندو آهي.

**پير راڄن شاهہ جي مزار:** چوهڙ جمالي تعلقي سجاول جي ويجهو ابن شاهه جي ٽڪرن جي پر ۾ هڪ ٻئي ٽڪر تي، پير راڄن شاهه جو روضو آهي، هي بزرگ شاهه عبيدالله ملتاني غوثيءَ جي اولاد مان هو هيءَ قبر اول ديهه راڄن، ۾ هئي، جتان درياهه جي اٿل جي ڪري منتقل ڪري موجوده هنڌ رکيو ويو. پير راڄن شاهه وڏو ولي الله ٿي گذريو آهي. ڪڪرالي جا ڪجهه ڄام سندس ئي تبليغ هيٺ اسلام ۾ داخل ٿيا هئا، اهي سيئي درگاهه جا مريد آهن ۽ پير صاحب جي اولاد مان گهڻن کي پنهنجين نياڻين جا سڱ بہ ڏنا اٿن. انهن ڄامن جي اسلام ۾ اچڻ ۽ پير صاحب جي مريديءَ ۾ داخل ٿيڻ بابت عام روايت آهي تہ: ڄامن جي وڏن ڏاڏن مان ڄام گنگا ڪيهر، ڪڪرالي جو حاڪم هو. هي ڄام راڄن شاهه جي ڪرامت ڪان متاثر ٿي، سندس مُريد ٿيو ۽ پوءِ سيئي ڪيهر سندس مريد ٿيا. پير راڄن شاهه هڪ وڏو شاعر بہ هو. سندس سينگار جا بيت لغوي ذخيري، زبان جي لطافت ۽ شاعرانہ خوبين جي ڪري مشهور آهن.

**پير رامديوَ/راماپير:** رامديوَ پير جو جنم 1461ع جي وڪرمي سنبت جي چيٽ مهيني ۾ راجستان جي پوڪڻ نگريءَ جي راجا اجمل جي گهر ۾ ٿيو. رامديوَ ذات جو تنوَر راجپوت هو. هن کي 'راماپير' جي نالي سان بہ پڪاريو ويندو آهي. هند ۽ سنڌ جا هندو، هن کي ارجڻ پانڊوَ جو ٻاهترهون پرورڪار ۽ شري ڪرشن جو هڪ روپ بہ مڃيندا آهن. رامديو جي ماءُ جو نالو ميڻل ڏي هو. جيڪا جيسلمير جي راجا پمجي پنيءَ جي ڌيءُ هئي.

رامديو جي جنم بابت هڪ روايت آهي تہ پوڪڻ رياست جي راجا اجمل کي اولاد نہ هو. هڪ سال پوڪڻ ۾ ڪافي عرصي جي ڏڪار ڪان پوءِ برسات پئي ۽ هارين پنهنجا هر سنڀالي، ٻنيون پوکڻ شروع ڪيون. راجا اجمل قدرت جا نظارا ڏسڻ لاءِ جهنگ جو سير ڪرڻ ويو تہ جنهن بہ هاريءَ جي راجا اجمل تي نظر ٿي پئي تہ اُهو مُنهن موڙي ٻني پوکڻ بند ڪري گهر ڏانهن روانو پئي ٿيو. راجا اجمل پاران سبب پڇڻ تي هڪ هاريءَ کيس ٻڌايو تہ "توهان وانجهيا يعني بي اولاد آهيو ۽ وانجهيي ماڻهوءَ جو مُنهن ڏسڻ سنو سوڻ ڪونهي، سو اسان جو ٻنيون آباد نہ ٿينديون ۽ اجايو اسان جو ٻج ضايع ٿي ويندو، ان ڪري واپس وڃي رهيا آهيون."



رامديو پير جو تصوراتي فوٽو

راجا اجمل هاريءَ جي اها ڳالهہ ٻڌي دل ۾ ڏاڍو دکي ٿيو ۽ دوارڪا مندر (شري ڪرشن جي سڀ ڪان وڏي مندر) ۾ وڃي اولاد لاءِ ٻاڏائڻ لڳو تہ روايت موجب اوچتو هڪ غيبي قسم جو آواز سندس ڪنن تي پيو تہ: "وڃ، تنهنجي اڱڻ تي هڪ ٻار پيدا ٿيندو جيڪو تنهنجي پڳِتيءَ جا جملي ڪوڙ پورا ڪندو." ڪجهہ مهينن ڪان پوءِ راجا اجمل جي گهر هڪ ٻالڪ جو جنم ٿيو جنهن جو نالو 'ويرم ديوَ' رکيو ويو اها بہ عقيدتمندن وٽ روايت آهي تہ ڇهن مهينن ڪان پوءِ رامديو پير هڪ ٻالڪ جو روپ وٺي، ڪرشمي طور چلهہ تي اپامنڊڙ کير جو ديڳڙو لاهي، ويرم ديوَ سان گڏ پينگهي ۾ سمهي پيو. راجا اجمل کي ان ڳالهہ جي اڳ ۾ ئي خبر هئي، ۽ هُو اهو لقاءُ ڏسي سمجهي ويو ۽ پنهنجي زال ميڻل ڏي کي چيائين تہ راڻي! اڄ اسان جي گهر سونو سج اُڀريو آهي. ٻالڪ جي سڃاڻپ پير ۾ هڪ مخصوص قسم جي 'ريک' مان ڪيائون، جيڪا جوتشين کيس اڳ ۾ ئي ٻڌائي ڇڏي هئي. راجا اجمل ۽ سندس زال، ان ٻار کي پالڻ شروع ڪيو ۽ سندس نالو 'رامديوَ' رکيائون. رامديو پنهنجي ڀاءُ ويرم ديوَ سان ڪينهُون راند ڪيڏندو هو ۽ جڏهن هُو وڏو ٿيو تہ گهوڙي تي سواري ڪندو هو ۽ هٽ ۾ لَٺِ ڪڻندو هو.

جيئن ته هُو هڪ اوتاري پُرش هو. ان ڪري اڪثر ڪرشما (پرچا) ڏيکاريندو هو. رامديو جا ڪجهه مشهور ڪرشما (پرچا) هيٺ ڏجن ٿا: (1) هن ڪينهون راند ڪيڏڻ دوران ان وقت جي پاپي راڪشس ’ڀيروي‘ کي به ماريو. (2) هڪ ڏينهن پنهنجي پاءُ ويرم ديو سان گڏ چوپڙ راند ڪيڏي رهيو هو ته اوچتو سمنڊ ۾ ٻڏندڙ هڪ واڻئي جو آواز سندس ڪنن تي پيو ۽ رامديو هٿ ڊگهيري ٻڏندڙ ٻيڙيءَ کي تاريو. جڏهن اها ٻيڙي شهر جي ويجهو پهتي ته رامديو شهر جي ٻاهران چوڪيدار جي روپ ۾ ٽيڪس وٺڻ لاءِ ويهي رهيو. واڻئي ٽيڪس ڏيڻ کان بچڻ لاءِ اناج بدران لوڻ ڄاڻايو ۽ اڳتي هلي ڏٺو ته اناج ۽ ٻيو سڀ سامان لوڻ ۾ بدلجي چڪو هو. (3) هڪ ڀيري هڪ واڻيو پنهنجي زال سان گڏ واپار تي وڃي رهيو هو ته رستي تي چور واڻئي کي ماري پئسا ۽ زيور ڦُري ويا. واڻئي جي زال جي پڪارڻ تي رامديو هُنن جي واهر ڪئي ۽ چورن کي ماري، ڦُريل سامان واپس ڪرايو. (4) رامديو جي سماڌي وٺڻ جي خبر جڏهن سندس ماسات هڙٻو کي پئي ته هُو رڻوجا ڏانهن روانو ٿيو. واٽ تي رامديو کيس گهوڙا چاريندي مليو.

رامديو جي شادي عمرڪوٽ ۾ ان وقت جي سوڍي حاڪم جي ڌيءُ نيتل ڏي سان ٿي، جيڪا اڳ ۾ لُولي (اپاهج) هوندي هئي، پر شاديءَ جي ڦيرن جي وقت صحتياب ٿي وئي.

رامديو پير 54 سالن جي عمر ۾ 1515ع جي بڊي مهيني جي اگيارس تٿ تي رڻوجا ڳوٺ ۾ سماڌي ورتي. رامديو جا پچن هرجي ڀاٽيءَ لکيا آهن. راجستان، مڌيہ پرديش، گجرات ۽ سنڌ جي مختلف شهرن ۽ ڳوٺن ۾ رامديو پير جا ڪيترائي مندر ڦهليل آهن ۽ هر سال وڪرمي سنبت جي بڊي مهيني جي يارهين تِٿ تي ميلو لڳي ٿو. سنڌ ۾ رامديو پير جو وڏو ميلو ٽنڊي الهيار ۾ لڳي ٿو. جنهن ۾ سنڌ جي مختلف شهرن کان ياتري چڙيون ڪٽي ايندا آهن. هي ميلو ٽي ڏينهن هلي ٿو. لنگر، پاوَ ۽ پڳتي ٽيئي ڏينهن جاري رهي ٿي. ان کان سواءِ عمرڪوٽ، ڏيپلي، اسلام ڪوٽ کان اڳتي، ڳوٺ مگهي پيل، ننگرپارڪر ويجهو ڪاسبي ۾ به ميلو لڳندو آهي.

**پير رشدالله شاهه راشدي**: ناميارو سياسي اڳواڻ ۽ عالم دين پير رشدالله شاهه ولد پير رشيدالدين شاهه راشدي (جهنڊي واري) جو جنم ڳوٺ پير فضل الله (موجوده پير جهنڊو) ضلعي مٽياري ۾ ٿيو. هن ابتدائي تعليم ڳوٺ مان پرائي، سندس استادن ۾ قاضي فتح محمد نظاماڻي ۽ مولانا عبيدالله سنڌي هئا، جن کان هن فقهه ۽ منطق جا ڪتاب پڙهيا. فارغ التحصل ٿيڻ کان پوءِ پنهنجي ڳوٺ پير جهنڊي ۾ ئي دين جي خدمت ڪندو رهيو. هن سياسي زندگيءَ جو آغاز ”ريشمي رومال“ تحريڪ سان ڪيو. هن جو مولانا عبيدالله سنڌيءَ کي افغانستان ڏانهن موڪلڻ ۾ وڏو هٿ هو. شيخ عبدالحق کي جيڪي ريشمي رومال واري تحريڪ دوران خط ڏنا ويا هئا، انهن مان هڪ خط مولانا عبيدالله سنڌيءَ طرفان پير رشد الله لاءِ جنهن ۾ کيس مالي مدد جي درخواست ڪيل هئي شامل هو. هن ”خلافت تحريڪ“ ۾ به ڀرپور حصو ورتو. جان محمد جوڻيجي جي ڪوششن سان لاڙڪاڻي ۾ جون 1920ع تي خلافت ڪانفرنس منعقد ٿي، جنهن جي صدارت پير صاحب ڪئي، جڏهن خلافت تحريڪ جي لاءِ عالمن فتوائن ڏيڻ جو سلسلو شروع ڪيو ته پير صاحب به انهن جي ڪيترين فتوائن جي تصديق ۽ تائيد ڪئي. هن 1920ع واري ترڪيءَ تي مڙهيل شرطن تي نظرثاني ڪرڻ لاءِ وائسراءِ کي يادداشت نامو ڏنو ويو هو ته سنڌ مان ٻين عالمن سان گڏ پاڻ به ان تي صحيح ڪيائين. جڏهن ان وقت جي سرڪار انهيءَ يادداشت نامي تي غور نه ڪيو ته خلافتي عالمن ”ترڪ موالات“ واري فتويٰ جاري ڪئي، جنهن جي تصديق پير صاحب خود ڪئي. ”خلافت تحريڪ“ دوران ڪيل ڪوششن سان مالي مدد لاءِ گڏ ڪيل ٽيهه هزار رپيا انگورا فنڊ ۾ جمع ڪرايا هئا. اهڙيءَ طرح تحريڪ جاري رهي. پير صاحب 22 رمضان المبارڪ 1340هه مطابق 20 مئي 1922ع تي وفات ڪئي.

**پير رشدالله شاهه راشديءَ جو ڪتب خانو**: هي ڪتب خانو ڳوٺ پير جهنڊي ضلعي مٽياريءَ ۾ واقع آهي. پير صاحب هي ڪتب خانو چوڏهين صديءَ جي شروعات ۾ قائم ڪيو هو ۽ ان تي تمام وڏو پئسو خرچ ڪيو هئائين. هن ڪتبخاني لاءِ پير صاحب انڊيا آفيس لائبريري لنڊن مان ڪيترائي ناياب ڪتاب فوٽو ڪاپي ڪري گهرايا. ترڪي ۽ مصر جي ڪتب خانن ۾ پنهنجا ڪاتب موڪلي اڻلڀ ڪتاب نقل ڪرايا. اهڙيءَ طرح آڳاٽن ڪتابن ۽ نوادرات جو هتي وڏو ذخيرو جمع ٿي ويو. پير صاحب جي وفات کان پوءِ سندس پٽن ۾ ڪتب خاني جي ملڪيت تان اختلاف ٿي پيا، تنهنڪري ڪتب خانو ٽن حصن ۾ ورهائجي ويو. هن وقت به ڪتب خانو ڏسڻ جهڙو آهي.

**پير رڪن الدين سخي**: سخي رڪن الدين ناليوارو بزرگ ٿي گذريو آهي. هن 2 آگسٽ 1506ع ۾ جنم ورتو. هي اڳتي هلي مخدوم بلاول جي خليفي مخدوم ساهڙو رح جو مريد ٿيو ۽ طريقت جي ڪماليت حاصل ڪيائين. مولانا دين محمد وفائي سندن احوال بيان ڪندي غلام رسول قريشي جي ڪتاب ’ارشاد الطالبين‘ جي حوالي سان لکي ٿو ته شاهه رڪن الدين ايڏو ڪامل ولي هو جو روايت موجب جڏهن بازار مان لنگهندو هو ته ماڻهو ’الله الله‘ ڪندا هئا. مولوي هدايت الله ’مشتاق‘ متعلوي لکي ٿو ته: ”هن دعويٰ ڪئي هئي ته منهنجي مسجد مٽياريءَ جي سڀني مسجدن جي مهندار آهي، ان ۾ جيڪو شخص پنج وقت نماز پڙهندو ان تي قيامت ڏينهن شفاعت ٿيندي“. انهيءَ حوالي سان مخدوم محمد هاشم ٺٽوي ۽ سندس پوٽي مخدوم ابراهيم مٽئي واري به اچي هن مسجد ۾ نماز پڙهي. هن بزرگ جو گذر سفر انتهائي سادو هوندو هو. انهيءَ سلسلي ۾ روايت آهي ته: ”هڪ دفعي ڪن ماڻهن عرض ڪيو ته مخدوم سرور نوح رح جي جماعت ڀوڳ پلاءُ کائي رهي آهي، ۽ اوهان وٽ ڪڏهن رب ته ڪڏهن رُکي ماني. تڏهن جواب ڏنائين ته حضرت نوح رح تي حضرت سليمان جو پاڇو آهي ۽ مون مسڪين تي حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم جن جو سايو آهي، جنهنڪري ڪڏهن بک آهي ته ڪڏهن ڍؤ آهي.“ هڪ ڏينهن عالمن جو ٽولو مسجد ۾ وِٽس ڪنهن مسئلي تي مباحثو ڪري رهيو هو ته ڪينو نالي مهاڻو گوڏ سان لڱن اگهاڙو مسجد ۾ داخل ٿيو. اها صورتحال ڏسي هن بزرگ پنهنجي چادر مهاڻي ڏانهن اڇلي ۽ چيائين ته هيءَ مسجد آهي ۽ عالمن جي ڪچهري هلي پئي، ان ڪري چادر ڍڪي ادب سان اچ! ڪينو چادر ڍڪي ۽ ادب سان عالمن جي محفل ۾ ويهي رهيو. اسر جي نماز مهل پير رڪن الدين، مهاڻي کي مخاطب ٿي چيو ته: ”ڪينا“ وضو ڪري ٻانگ چئو! هو جڏهن ٻانگ کان فارغ ٿيو ته کيس امامت جو ارشاد

ڪيائين. هن اٿڙهيل مهاڻي اهڙي ته ادب سان نماز پڙهائي، جو ماڻهو حيران ٿي ويا. ان کان پوءِ ڪيس وعظ جو حڪم ڪيائين. مهاڻي سورة فاتح جو تفسير اهڙن ته لطيف نڪتن ۽ اشارن سان ڪيو جو علم وارا منهن تڪيندا رهيا. آخر ۾ مهاڻي تقرير ڪندي چيو منهنجي دل ۾ علم جو دروازو ايتري قدر کلي چڪو آهي، جو سڄي ڄمار سورة فاتح جو تفسير بيان ڪندو رهان، ته به پورو نه پوان.

پير رڪن الدين سخي 61 سالن جي ڄمار ۾ 16 آڪٽوبر 1567ع تي وفات ڪئي. کيس مٽياريءَ ۾ دفن ڪيو ويو جتي سندس مزار تي ميان نور محمد ڪلهوڙي شاندار مقبرو اڏرايو. هر سال ربيع الثاني مهيني جي پهرين خميس "شاهه جي خميس" جي نالي سان ملهائي ويندي آهي.

**پير رڪن الدين شاهه جو مقبرو:** هيءُ مقبرو مٽياري شهر ۾ واقع آهي ۽ سن 1179هه / 1765ع ۾ تعمير ٿيو. 27 x 27 فوٽن جي ماپ وارو هيءُ مقبرو فن تعمير جو اعليٰ نمونو آهي. پڪين سرن سان رٽيل هن مقبري ۾ پير رڪن الدين شاهه مدفن آهي. مقبري جي اڱڻ تي ڪاشيءَ جون سرون


پير رڪن الدين شاهه جو مقبرو

ڳچ سان لڳل آهن ۽ اندرئين طرف به ڪاشيءَ جو تمام خوبصورت ڪم ٿيل آهي، جيڪي مقبري جي سونهن کي وڌيڪ نکاري بيٺيون آهن.

**پير رڪيل ريلائي:** پير رڪيل ريلائي، پير خان محمد جي گهر ۾ 1830ع ڌاري ڳوٺ درس تعلقي موري ۾ پيدا ٿيو. ريلائي پير، مخدوم رڪن الدين جي اولاد مان آهن، جيڪو ڪوٽ ڪروڙ ۽ ديري جات مان سنڌ ۾ آيو هو سندس خانداني سلسلو حضرت ابوبڪر صديق رضہ سان ملي ٿو. پير رڪيل ريلائيءَ کي ننڍپڻ کان ئي سير ۽ سياحت جو گهڻو شوق هوندو هو سنڌ جي گهڻن بزرگن سان سندس رفاقت رهي. سندس ڪيترين ئي ڪرامتون عام ماڻهن وٽ ملن ٿيون، سندس درگاهه تي 27، 28 ۽ 29 محرم تي ميلو لڳندو آهي، جنهن ۾ هزارين عقيدتمند گڏ ٿيندا آهن. ميلي ۾ ٽئي ڏينهن ملاکڙو لڳندو آهي. درگاهه جي پر ۾ ڏتراج مل ڪائين واري جي کوهي کٽايل آهي. سندس وفات جو سن 1915ع ٻڌايو وڃي ٿو.

**پيرزادا:** سنڌ ۾ رهندڙ هڪ ذات، هن وقت سنڌ کان سواءِ پنجاب ۾ به پيرزادا آباد آهن، هنن جي اڪثريت پراڻي سکر ۾ رهندڙ آهي، جيڪي شاهه خيرالدين جي خليفي ميان جمال الدين جو اولاد چيا وڃن ٿا. ميان جمال الدين 1605ع ڌاري پراڻي سکر ۾ اچي ويٺو انهن پيرزادن مان ميان غلام محمد مشهور اديب ٿي گذريو آهي، جنهن 1670ع ۾ شاهه خيرالدين تي ڪاشيءَ جو گنبذ اڏايو. هاڻوڪا پيرزادا، ميان شير محمد جي خاندان مان آهن. جيڪو پنهنجي پاءُ ميان غلام محمد جي وفات کان پوءِ سجاده نشين ٿيو هو. هن خاندان ۾ ڪيترين ئي مشهور شخصيتون پيدا ٿيون. 20 صديءَ ۾ برک سياستدان پيرزادو عبدالستار هن خاندان ۾ پيدا ٿيو جيڪو ون يونٽ واري دور کان اڳ سنڌ جو وزيراعظم هو. هن سنڌ اسيمبليءَ ۾ ون يونٽ جي مخالفت ۾ ووٽ ڪيو هو. جنهن جي پاداش ۾ کيس جيل اماڻيو ويو. پيرزادي عبدالستار جو پٽ پيرزادو عبدالحفيظ هڪ مشهور قانوندان طور سڃاتو وڃي ٿو. ان کانسواءِ سندس ڀاءُ عبدالمجيب پيرزادو پڻ ناميارو قانوندان آهي ۽ پ پ ٽڪيٽ تان 2002 واري اليڪشن ۾ پني عاقل تڪ تان ايم. اين. اي چونڊيو. هن ئي پيرزادي خاندان مان ولي پيرزادو مشهور شاعر ٿي گذريو آهي ۽ سکر ۾ سونارڪو ڏنڊو ڪندو هو سنڌ ۾ پيرزادن جو هڪ ٻيو وڏو ڪٽنب لاڙڪاڻي ضلعي ۾ موهن جي دڙي پرسان ڳوٺ ٻلهڙيجيءَ ۾ رهائش پذير آهي. هن خاندان مان ڪيترائي اديب ۽ شاعر مشهور آهن. گيتن جو مشهور شاعر مير محمد پيرزادو، اديب ۽ محقق انور پيرزادو ۽ نوجوان اديب ۽ شاعر غوث پيرزادو، شاهه محمد پيرزادو ماڪا پيرزادي، امر پيرزادو، فيض پيرزادو مسرور پيرزادو، لطف پيرزادو وغيره به هن ذات سان تعلق رکن ٿا، ٿي. وي جي دنيا ۾ عثمان پيرزادو ۽ ثمينه پيرزادو به شهرت ماڻي آهي. جن جو تعلق پنجاب جي پيرزادي خاندان سان آهي.

**پيرزادو حاجي محمد:** پيرزادو حاجي محمد ولد دوست محمد صديقي، 1902ع ۾ ڳوٺ دودي ضلعي لاڙڪاڻي ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ مان حاصل ڪيائين، وڌيڪ تعليم لاءِ اجازت نه ملڻ ڪري پنهنجي اباڻي پيشي يعني ٻني ٻاري ۽ پيري مريديءَ ۾ وقف ڪيائين. 1920ع ۾ سياست ڏانهن رجوع ٿيو. هارين، مزدورن جي حمايت ۽ انگريز راڄ خلاف جدوجهد ڪندڙ ڪانگريس جماعت ۾ شامل ٿيو. 1940ع ۾ مسلم ليگ جي پليٽ فارم تان قرارداد پاڪستان بابت منعقد ٿيندڙ اجلاس ۾ لاڙڪاڻي جي وفد ۾ ميمبر طور شريڪ ٿيو بعد ۾ ڪامريڊ پيرزادو مسلم ليگ کي خدا حافظ چئي ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ جي قيادت ۾ قائم ٿيندڙ سنڌ هاري تحريڪ ۾ شامل ٿيو. نيشنل عوامي پارٽي (نعپ) ۾ به شامل رهيو. ڪامريڊ پيرزادو بزم شعراءِ سنڌ، سنڌي ادبي سنگت ۽ بزم ادب لاڙڪاڻي ۾ به گهڻو سرگرم رهيو ۽ مزدورن، هارين سياسي ورڪرن ۾ شعور پکيڙڻ ۽ کين متحد ڪرڻ لاءِ پاڻ پتوڙيائين. ڪامريڊ پيرزادي حاجي محمد 21 مارچ 1970ع تي 68 ورهين جي ڄمار ۾ وفات ڪري ويو.

**پيرزادو، رحمت الله:** هن نوجوان شاعر جو نالو رحمت الله پيرزادو آهي ۽ گيت جي ناميارا شاعر مير محمد پيرزادي جو فرزند آهي. هن پهرين



فيبروري 1978ع تي سڪرنڊ، ضلعي نوابشاهه (بينظيرآباد) ۾ جنم ورتو تعليم ايم. ايس. سي (ايگريڪلچر انجنيئرنگ: 2008) ۽ ايم. اي (سنڌي: 2009) ائس. هو واٽر مئنيجمينٽ ڊپارٽمينٽ ۾ واٽر مئنيجمينٽ آفيسر آهي. نوجوانن ۾ سٺو شاعر شمار ٿئي ٿو جديد شاعريءَ بابت سندس ڪافي مقالا مهراڻ، امرتا ۽ ٻين رسالن ۾ شايع ٿيندا رهن ٿا. سندس شاعريءَ جا ٻه مجموعا 'ڪليسا جي دريءَ مان' (2005ع) ۽ "ڪئنڊل لائيٽ" (نثري نظم: 2008) ڇپيل آهي.

**پيرزادو زاهد حسين**: زاهد حسين ولد زين العابدين پيرزادو، 12 سيپٽمبر 1969ع تي هنگورجن (ضلعي خيرپور) لڳ ڳوٺ شمس الدين پيرزادي ۾ ڄائو.



ابتدائي تعليم ڳوٺ مان حاصل ڪيائين. اٺين ڪلاس تائين مڊل اسڪول رسول آباد ۾ پڙهيو. مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول هنگورجا مان ڪيائين. هاءِ اسڪول دوران هڪ ٻارڙن تنظيم جو ميمبر ۽ خزانچي ٿيو. پين دوستن سان گڏجي سينيئر استادن کان مختلف موضوعن تي ليڪچر ڪرائيندو هو. فرسٽ ايئر M.C.O ڪاليج ڪراچيءَ مان ڪيائين ۽ اتي غير سنڌي شاگردن سان جهيڙن بعد انٽر سائنس گورنمينٽ ڪاليج گمبٽ مان 1986ع ۾ ڪيائين. 1985ع ۾ JSSF ۾ شامل ٿيو. ڪاليجي تعليم کان پوءِ ايم. اي (انگريزي)، ايم. اي (ايڪنامڪس)، ايم. اي (سوشيالاجي) ۽ ايل. ايل. بي ڪيائين. هن ابتدا ۾ ٽي. اين. ٽي سڪر ۾ ملازمت ڪئي، بعد ۾ ممتاز ڪاليج خيرپور ۽ سچل سرمست ڪاليج رانيپور ۾ ليڪچرر ٿيو. بعد ۾ حاجي عبدالله هارون ڪاليج ڪڏي، ڪراچيءَ ۾ بدلي ٿي آيو. جتي اسسٽنٽ پروفيسر ٿي رهيو. زاهد پيرزادي2005ع کان مختلف اين. جي. اوز ۾ ڪم ڪيو. هن هڪ سماجي تنظيم "ڪميونٽي اينڊ انوائرنمينٽ ڊولپمينٽ ايسوسيئيشن" ناهي. ان کي سوسائٽيز ايڪٽ هيٺ رجسٽر ڪرايو ۽ ان جو باني صدر ٿيو. انڊس ڊولپمينٽ آرگنائيزيشن جي بورڊ گورنرس جو ميمبر رهيو. ليبر پاڪستان ۽ پاڪستان فشر فوڪ فورم ۾ به ڪم ڪيائين. سٺو ليکڪ، ڪالم نگار به هو. روزاني ڪاوش، روزاني ڊان، دي نيشن ۾ سماجيات ۽ سياست تي ڪالم لکندو هو. قومپرست سياست جو قائل هو. نظرياتي طور سائين جي. ايم. سيد جي فڪر سان وابسته هو. 5 جولاءِ 2008ع تي هڪ روڊ حادثي ۾ گذاري ويو. سنڌس آخري آرامگاهه، درگاهه ڪمال الدين قريشي لڳ هنگورجا نيشنل هاءِ وي خيرپور ۾ آهي.

**پيرزادو 'سائل'**: سائل پيرزادي جو پورو نالو غلام حسن ولد هادي بخش پيرزادو آهي. هن جي پيدائش سڪرنڊ ضلعي



نواب شاهه ۾ 1979ع ڌاري ٿي. تعليم ميٽرڪ اٿس. ان کان سواءِ اسٽاڪ اسسٽنٽ جو ٻه سال ڪورس ڪرڻ بعد زرعي ڪاليج سڪرنڊ ۾ لائيو اسٽاڪ اسسٽنٽ طور ملازمت ڪري رهيو آهي. نئين ٽهيءَ جو سٺو شاعر آهي، سنڌس شاعريءَ جو هڪ ڪتاب 'سمنڊ ڪناري ڪوڏ' (2005ع) ڇپيل آهي. سنڌس ڪيترا ادبي ۽ تنقيدي مقالا ۽ ادبي اپياس ادبي رسالن ۾ ڇپيل آهن. هو هن وقت سڪرنڊ ۾ رهي ٿو.

**پيرزادو شاهه محمد**: نئين ٽهيءَ جي شاعر شاهه محمد پيرزادي ولد امام بخش پيرزادي، 31 جنوري 1961ع تي ڳوٺ ٻلهڙيجي (لڳ موهن جو دڙو)



۾ جنم ورتو. هي نامور اديب انور پيرزادي جو سڳو ڀائيٽو آهي. هن جي تعليم بي. ايس. سي آهي ۽ هن وقت هڪ دوائن جي خانگي ڪاروباري ڪمپنيءَ سان لاڳاپيل آهي. سنڌس شاعريءَ جي ڇپيل ڪتابن ۾: (1) 'اسٽوپا سنڌو ۽ چنڊ' (ملڪ پيرزادي ۽ فيض پيرزادي سان گڏ: 1995ع)، (2) 'سونهن جون سَوَ صورتون' (2003ع) شامل آهن. ان کان سواءِ هن جو احمد سليم سان گڏ سنڌي ڪهاڻين جو ترجمو 'سارا مُلڪ منصور' (1987ع) به ڇپيل آهي. گڏوگڏ هن جا اردوءَ جي مشهور اديب آصف فرخيءَ سان گڏ شيخ اياز بابت اردوءَ ۾ ٻه ڪتاب: 'دانش اياز' (اياز جي شاعري، ترجمو ۽ ترتيب: 1998ع) ۽ 'ذڪر اياز' (ترجمو تاثرات ۽ مضمون) ۽ هڪ ڪتاب، اياز جي شاعريءَ جو انگريزي ترجمو 'The Storms Call for Prayers' (1999ع) به ڇپيل آهي.

**پيرزادو، شاهنواز 'مولائي'**: ليکڪ ۽ تعليمي ماهر حاجي شاهنواز ولد جمال الدين پيرزادو 14 ڊسمبر 1889ع تي ڪنڊياري ۾ ڄائو سنڌس تعليم ايم. اي (انگريزي ادب) هئي. هن لکڻ جي ابتدا 1935ع ۾ حيدرآباد مان 'سياست' نالي اخبار ڪڍي ڪئي. سنڌس پيشو وڪالت هو سنڌس ڇپيل ڪتابن ۾: (1) سورهيه صوبيدار، (2) سگهوري سعديءَ جا سخن، (3) لنڊن کان ڪراچي، (4) ميان سومري جي صاحبي، (5) يادگيريون، (6) مصر جي راڻي، (7) ديوانو ديو، (8) عربستان جو پيغمبر، (9) ادي ايوب جي آزمائش، (10) انصاف، (11) اتحاد، (12) عربن جو عروج، (13) الاهي آواز جو آلاپ: ٻه ڀاڱا، (14) آزادي جو ابو، (15) انگلينڊ جي تاريخ: ٻه ڀاڱا، (16) مجاهدات، (17) لڙائيءَ جي لڙاٽ، (18) سچ جو صدقو، (19) سکياڻي سنڌ، (20)اسان جو ابوجهه اقبال، (21) ڪبڏاري جا ڪامل، (22) روح سدا حيات، (23) وانڊڪائيءَ جي ونڊ، (24) مصر جي تاريخ، (25) انصاف لاءِ عرض، (26) چينائي سالڪن جا سخن، (27) فاروقي فرياد، (28) ڪورٽ فتويٰ، (29) پنجهتر ورهين جو پوڙهو وغيره شامل آهن. هن 28 فيبروري 1974ع تي نوابشاهه ۾ وفات ڪئي.

**پيرزادو شريف الدين**: پاڪستان جو ناميارو قانوندان، اڳوڻو پرڏيهي



وزير ۽ اڳوڻو اٽارني جنرل، شريف الدين پيرزادو 12 جون 1923ع تي برهان پور (ڀارت) ۾ ڄائو ابتدائي تعليم رابرٽ سن هاءِ اسڪول مان حاصل ڪيائين. 1945ع ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ مان ايل. ايل بيءَ جي ڊگري حاصل ڪيائين. لنڪنز ان (برطانيه) مان بئرسٽريءَ جو امتحان ڏنائين. 1941ع کان 1944ع تائين قائداعظم جو اعزازي سيڪريٽري ۽ 1945ع کان 1947ع تائين بمبئي سٽي مسلم ليگ جو چيئرمئن رهيو. 1946ع جي عام چونڊن ۾ مسلم ليگ جو پبلسٽي سيڪريٽري رهيو. 1947ع ڌاري 'ڊيلي مارننگ هيرالڊ' جو مئنيجنگ ايڊيٽر رهيو.

پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ 1954ع تائين، سنڌ مسلم لا ڪاليج ۾ قانون جو پروفيسر رهيو. 1958ع کان 1966ع تائين پاڪستان جو اٽارني جنرل رهيو. 1966ع کان 1968ع تائين پرڏيهي وزير، 1968ع کان 1971ع تائين اٽارني جنرل؛ 1977ع ۾ اقليتن جي حقن بابت اقوام متحده جي سب ڪميٽيءَ جو چيئرمئن رهيو. جنوري 1978ع ۾ جنرل ضياءُ الحق جو مشير ۽ قانون ۽ پارلياماني معاملن بابت وزير ٿيو. جولاءِ 1978 کان 1984 تائين اٽارني جنرل ۽ قانون جو وزير رهيو. 1985 کان 1988 تائين او. آءِ. سي جو سيڪريٽري رهيو. کيس حڪومت پاڪستان 1964 'ستاره پاڪستان' ۽ 1998 ۾ 'نشان امتياز' ڏنو.

هو 1965ع ڌاري ڪڇ جي رڻ بابت عالمي جاچ ڪميٽيءَ ۾ پاڪستان جو نمائندو رهيو ۽ 1967ع ۾ بيت المقدس بابت اقوام متحده جي قرارداد جو مسودو هن تيار ڪيو. شريف الدين پيرزادو عالمي عدالت جو 2000 ڌاري ايڊهاڪ جج به رهيو آهي. هو ساڳئي عرصي دوران پاڪستان جي چيف ايگزيڪيوٽو پرويز مشرف جو قانون، پرڏيهي معاملن ۽ انساني حقن بابت سينيئر مشير رهيو.

شريف الدين پيرزادي ڪيترا ئي ڪتاب لکيا آهن، جن ۾ قائداعظم، تحريڪ پاڪستان ۽ آل انڊيا مسلم ليگ بابت تاريخي دستاويزن بابت اهم معلومات ڏنل آهي. سندس ڪتابن مان ڪجهه هيٺيان آهن:

(1) Pakistan at a Glance ، (2) Jinnah of Pakistan ،(3) Foundation of Pakistan ،(4) Some Aspects of Quaid-e-Azam's Life، (5) Collected Works of Quaid-e-Azam

**پيرزادو عبدالحفيظ**: پاڪستان جو مشهور قانوندان، سياستدان ۽ اڳوڻو وزير تعليم، وزير قانون ۽ پارلياماني معاملا. عبدالحفيظ پيرزادو، 24 فيبروري 1935ع تي سکر ۾ ڄائو. سندس والد پيرزادو عبدالستار سنڌ جو برک سياستدان ۽ وزيراعليٰ رهي چڪو آهي. پيرزادي عبدالحفيظ ڊي. جي سائنس ڪاليج ڪراچيءَ مان 1954ع ۾ گريجوئيشن ڪئي. پوءِ لنڊن جي مشهور قانوني درسگاهه لنڪن اِن مان 1957ع ۾ بئرسٽري پاس ڪيائين. وطن واپسيءَ تي شهيد ذوالفقار علي ڀٽي سان گڏجي ڪراچيءَ ۾ وڪالت شروع ڪيائين. پيپلزپارٽيءَ جي باني ميمبرن مان آهي. ڊسمبر 1970ع جي عام چونڊن ۾ قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو. 23 ڊسمبر 1971ع تي وفاقي وزير تعليم، اطلاعات ۽ نشريات مقرر ٿيو. ميان محمود علي قصوريءَ جي وزارت قانون تان استعيفيٰ ڏيڻ سبب قانون جي وزارت بہ سنڀاليائين. بعد ۾ صوبائي رابطن واري وزارت جو قلمدان بہ ڪيس ڏنو ويو. پاڪستان جي 1973ع واري آئين جي تياريءَ ۾ عبدالحفيظ پيرزادي مک ڪردار ادا ڪيو آهي. مارچ 1977ع جي عام چونڊن ۾ ٻيهر قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. 1977ع جي مارشل لا جي نفاذ کان پوءِ ٽن سالن تائين سياسي سرگرمين ۾ حصو وٺڻ تي بندش وڌي وئي. پيرزادي صاحب مشهور سياستدان ممتازعلي خان ڀٽي سان لنڊن ۾ ”سنڌ، بلوچ پختون فرنٽ“ ناهيو جنهن جو ڪافي عرصي تائين ممتاز ڀٽي سان گڏ اڳواڻ بہ رهيو. هن وقت سياست کان وڌيڪ قانون ۽ وڪالت سان عملي دلچسپي رکي ٿو. وزارت تعليم جي قلمدان دوران هائير ايجوڪيشن جي ڪيترن ئي ادارن قائم ڪرڻ ۾ سندس اهم ڪردار آهي. پيپلز اوپن يونيورسٽي (هاڻي علامہ اقبال اوپن يونيورسٽي) جو قيام سندس ڪوشش جوئي نتيجو هو.



ذوالفقار علي ڀٽي جي شهادت کانپوءِ هو سياست ۾ گهڻو سرگرم نہ رهيو. 2008ع ۾ چونڊجي آيل پ پ حڪومت جي ڪجهه پاليسين سان اختلاف رکيائين. تازو اپريل 2010ع ۾ پ پ اقتدار ۾ آئي، جنهن 1973ع جي آئين ۾ آندل ترميمن ۽ تبديلين کي رد ڪرڻ لاءِ 18 ترميم کي آندو تہ حفيظ پيرزادي پارليامينٽ مان منظور ٿيل ان ارڙهين آئيني ترميم کي آئين جي صورت بگاڙڻ جو سبب قرار ڏنو آهي ۽ ان خلاف سپريم ڪورٽ ۾ پٽيشن بہ داخل ڪئي آهي.

**پيرزادو عبدالرزاق، مولوي**: سياسي اڳواڻ مولوي عبدالرزاق ولد حاجي ڪمال الدين پيرزادي جوجنم 1884ع تي ڳوٺ فراش تعلقي سکر ۾ ٿيو هن عربيءَ ۽ فارسي تعليم سان گڏ سنڌي فائينل جو امتحان پاس ڪيو هن عملي زندگيءَ جو آغاز تعليم کاتي ۾ استاد جي حيثيت سان ڪيو هن وطن سان محبت ۽ آزاديءَ جي ڪوڏيي هڻڻ ڪري انگريزن جي لقب ۽ نوڪريءَ کي ڇڏي ڪري خلافت تحريڪ ۾ شموليت اختيار ڪئي ۽ خلافت تحريڪ جو سرگرم ڪارڪن رهيو خلافت تحريڪ کي ڪامياب بنائڻ ۾ هن نہ رڳو ڳوٺن ۾ وڃي تبليغ جي ذريعي ماڻهن کي سجاڳ ڪيو بلڪ مالي مدد ڪري ان کي ڪامياب بڻايو پاڪستان جي قيام کان اڳ مسلم ليگ جماعت ۾ شامل ٿيو 21 ڊسمبر 1968ع تي وفات ڪيائين.

**پيرزادو عبدالستار**: پيرزادو عبدالستار سنڌ جي پارليامينٽري سياستدانن ۾ شهرت رکندڙ هڪ اهم سياستدان ٿي گذريو آهي. سندس تعلق سکر شهر جي مشهور معروف ولي الله شاهه خيرالدينؒ جي درگاهه جي خدمتگار پيرزادن جي خاندان سان هو جيڪي پراڻي سکر ۾ گهڻي وقت کان خاص خانداني حيثيت ۽ اثر رسوخ رکندا آيا. هن جي والد ميان عبدالرحمان کي ٽي فرزند ٿيا: (1) ميان عبدالرزاق، (2) عبدالستار ۽ (3) عبدالغني.

عبدالستار پيرزادي، پراڻي سکر ۾ 4 جولاءِ 1907ع تي جنم ورتو ابتدائي تعليم پراڻي سکر جي سنڌي اسڪول ۾ ورتائين. سيڪنڊري تعليم پهريائين ميولس اي. وي. اسڪول ۾ ورتائين، پوءِ تلڪ ميونسپل هاءِ اسڪول سکر مان 1923ع ۾ مئٽرڪ جو امتحان ڏنائين. انٽر آرٽس، ميٿميٽڪس ۾ امتيازي درجي سان 1925ع ۾ پاس ڪيائين. آگسٽ 1927ع ۾ تعليم لاءِ انگلنڊ ويو، جتي لنڊن يونيورسٽي ڪاليج ۾ ميٿميٽڪس ۽ لا (قانون) جي ڊگري ورتائين ۽ ”لنڪنس ان“ ۾ بئريسٽريءَ لاءِ داخل ٿيو. 1929ع ۾ بئريسٽريءَ جو امتحان ڏنائي ۽ جولاءِ 1930ع ۾ بئريسٽر ٿيو. ڊسمبر 1930ع ۾ موٽي آيو ۽ جوڊيشل ڪمشنر جي ڪورٽ مان سند وٺڻ بعد، سکر ۾ وڪالت شروع ڪيائين.



پهريان چار سال وڪالت جي ڪم ۾ مشغول رهيو. 33-1932ع ۾، اسسٽنٽ پبلڪ پراسيڪيوٽر سکر ٿي ڪم ڪيائين. 38-1937ع ڌاري هڪ سال لاءِ جيڪب آباد ضلعي جو پبلڪ پراسيڪيوٽر ٿي رهيو. 1934ع ۾ سکر ميونسپالٽيءَ جو ميمبر چونڊيو. ميونسپل اسڪول سکر جو چيئرمئن بہ ٿيو ٻئي سال سکر ميونسپالٽيءَ جو وائيس پريزيڊنٽ چونڊيو ويو.

1936ع ۾ بمبئي پرڳڻي کان سنڌ جدا ٿيڻ بعد، سنڌ اسيمبليءَ جي چونڊن ۾ سکر تڪ مان چونڊجي آيو ابتدا ۾ سر غلام حسين وزارت جو مددگار ميمبر رهيو جڏهن 1938ع ۾ جڏهن الهه بخش سومري وزارت قائم ٿي تہ ان ۾ ڪيس چيف پارليامينٽري سيڪريٽري ڪنيو ويو. 1940ع ۾ سکر منزلگاهه مسجد واري سوال تان الهه بخش سومري جي وزارت ختم ٿي ۽ مير بنده علي خان جي وزارت قائم ٿي تہ هي الهه بخش سان گڏ مخالفت ۾ رهيو. وري جڏهين 1941ع ۾ الهه بخش سومري جي وزارت قائم ٿي تہ ان ۾ ڪيس وزير ڪنيو ويو. پبلڪ ورڪس، اريگيشن ۽ صحت کاتا سندس حوالي هئا. سيپٽمبر 1942ع ۾ خانبهادر الهه بخش، ڪانگريس جي ”ڪئٽ انڊيا“ تحريڪ جي سلسلي ۾ برٽش حڪومت طرفان سختيءَ جي پاليسي اختيار ڪرڻ تي احتجاج طور پنهنجا سمورا لقب سرڪار کي واپس ڪيا. ان تي سندس وزارت کي ختم ڪيو ويو سر غلام حسين وزارت ٺاهي، جنهن ۾ پيرزادي صاحب کي ڪنيو ويو مئي 1943ع ۾ الهه بخش سومري کي شهيد ڪيو ويو ان کان پوءِ عبدالستار پيرزادي ڪجهه وقت لاءِ سياست کان ڪناره ڪش ٿي وڪالت جي ڪم ۾ مشغول رهيو.

1945ع جي آخر ۾ نين چونڊن لاءِ تياريون ٿيڻ لڳيون. پيرزادو صاحب ان وقت تائين مسلم ليگ کان ٻاهر رهيو. ان وقت ڪانگريس کان سواءِ ڪا به پارٽي مخالفت ۾ نه هئي، ان ڪري هن به مسلم ليگ ۾ شرڪت ڪئي ۽ جنوري 1946ع جي چونڊن ۾ مسلم ليگ جي ٽڪيٽ تي سنڌ اسيمبليءَ ۾ چونڊجي آيو. ٿوري وقت کان پوءِ جڏهن سر غلام حسين جي وزارت لوڏي ۾ آئي ته ڪيس تعليم، لوڪل سيلف گورنمينٽ ۽ قانون جا کاتا ڏئي وزير ڪيو ويو. ساڳئي سال هو مسلم ليگ طرفان آئين ساز اسيمبليءَ تي ميمبر چونڊيو جتي "پبلڪ پرنسپلس لا ڪميٽيءَ" جو چيئرمين ٿي رهيو. سيپٽمبر 1946ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ ۾ وزارت کي اڪثريت نه ٿي ۽ گورنر ٻي پارٽيءَ کي وزارت ٺاهڻ جي دعوت ڏيڻ ڪانسواءِ نئين سر چونڊون ڪرايون، جن ۾ به هي چونڊجي آيو ۽ سر غلام حسين جي وزارت ۾ وري ٻيو ڀيرو وزير ٿيو ۽ ڪيس روينيو ۽ قانون جا کاتا ڏنا ويا. هن 57 نوان بل پاس ڪرايا، جن ۾ سمورا قانون نئين سر سڌاريا ويا هئا. 14 آگسٽ 1947ع تي پاڪستان ٺهڻ تائين ساڳين کاتن جو وزير رهيو ان کان پوءِ سر غلام حسين کي سنڌ جو گورنر مقرر ڪيو ويو ۽ خانبهادر محمد ايوب کهڙي سنڌ جي وزارت ٺاهي ته ان ۾ پيرزادي صاحب کي شامل نه ڪيو ويو.

سيپٽمبر 1947ع ۾ پيرزادي صاحب کي اقوام متحده ۾ پاڪستان طرفان موڪليل نمائندن ۾ شامل ڪيو ويو جتان ڊسمبر ۾ واپس آيو ته ڪيس وزير ڪري خوراڪ، زراعت ۽ صحت جا کاتا سندس حوالي ڪيا ويا. مسٽر منڊل جي پارٽ وڃڻ بعد ڪيس قانون جو کاتو مليو. مرڪزي وزارت ۾ گورنر جنرل غلام محمد خان جي هٿان سر ناظم الدين جي وزارت ختم ٿيڻ تائين وزير رهندو آيو ۽ هن مرڪزي وزارت جي ڏينهن ۾ به ڪيترا قانون پاس ڪرايا.

اپريل 1953ع ۾ سنڌ ۾ نئين سر چونڊون ٿيون، جن ۾ خانبهادر محمد ايوب کهڙو، قاضي فضل الله، غلام نبي پٺاڻ ۽ ٻيا، پروڊا قانون هيٺ ميمبر چونڊجي نه سگهيا. مسلم ليگ اڪثريت سان چونڊجي آئي. پيرزادو صاحب اسيمبليءَ جو ميمبر نه هو پر مير غلام علي خان جي مدد سان ڪيس پارٽيءَ جو ليڊر چونڊي وزيراعليٰ ڪيو ويو. 23 مئي 1953ع تي هن وزيراعليٰ جي چارج ورتي. ان وقت سائين جي.ايم.سيد ۽ ٻيا ڪجهه سياستدان متحده محاذ طرفان چونڊجي آيا ۽ مخالفت ۾ ويٺا. عبدالستار پيرزادي جو رويو مخالفن سان سهڪاري رهيو. سندس مدد سان سائين جي. ايم. سيد ۽ ٻيا مرڪز کي ڏنل ڪراچي موٽائي سنڌ کي ڏيارڻ لاءِ ٺهراءُ پاس ڪرائي سگهيا ۽ سنڌين جي حقن جا ٺهراءَ اسيمبليءَ کان پاس ڪرائي، مرڪزي حڪومت کي موڪليا ويا. سنڌي ٻوليءَ کي سرڪاري ٻولي بنائڻ جو ٺهراءُ به ان وقت پاس ٿيو. پيرزادي صاحب سنڌي ادبي بورڊ لاءِ ڏهه لک رپيا، شاهه لطيف ڪلچرل مرڪز لاءِ پنجويهه لک رپيا منظور ڪيا، پر اُهي پوءِ ون يونٽ ٺهڻ سبب نه ملي سگهيا.

1954ع ۾، پيرزادي وزارت جي ٽن وزيرن قاضي محمد اڪبر، سيد علي محمد شاهه راشدي ۽ خانصاحب غلام رسول ڪيهر ڪن ڳالهين تان ناراض ٿي بغاوت ڪئي؛ پر هن مرڪزي حڪومت جي مشوري سان وزيرن جو تعداد وڌائي پنهنجي پوزيشن مضبوط ڪري ورتي ۽ ٽنهي وزيرن جي وزارت کي ختم ڪري ڇڏيو. اُنهيءَ وقت آئين ساز اسيمبليءَ جي بنيادي حقن واري ڪميٽيءَ اڳيان مغربي پاڪستان جي صوبن کي ملائي ون يونٽ ۾ داخل ڪرڻ جي تجويز پيش ٿي ته عبدالستار پيرزادي ان جي سخت مخالفت ڪئي، ۽ رٿ ناڪام ٿي، جنهن جي حمايت ۾ صرف ٽي ووٽ آيا. گورنر جنرل غلام محمد پوءِ زوريءَ ان تجويز کي پاس ڪرائڻ لاءِ سٽون سٽڻ لڳو. غلام محمد ولايت ويل هو ۽ سندس غيرحاضريءَ ۾ آئين ساز اسيمبليءَ، گورنمينٽ آف انڊيا ائڪٽ ۾ ترميم ڪري، گورنر جنرل کان ڪجهه اختيار کسي ڇڏيا. ولايت کان واپس اچڻ بعد هن پاڪستان جي آئين ساز اسيمبليءَ کي ختم ڪري ڇڏيو ۽ ون يونٽ ٺاهڻ لاءِ مغربي پاڪستان جي صوبن جي سڀني وزيراعظمن جي ڪانفرنس گهرائي، جنهن ۾ پيرزادي ون يونٽ يا زونل فيڊريشن ٺاهڻ جي مخالفت ڪئي. نومبر 1954ع ۾ مٿس مرڪزي حڪومت طرفان زور پيو ته ون يونٽ ٺاهڻ قبول ڪري يا استعيفيٰ ڏئي. هن پنهنجي پارٽيءَ ۽ سائين جي. ايم. سيد جي پارٽيءَ ميمبرن کي گهرائي مشورو ڪيو. سڀني ڪيس يڪراءِ چيو ته اسيمبلي جو اجلاس گهرائي، ون يونٽ جي خلاف ٺهراءُ پاس ڪرائي، مرڪز کي موڪليو وڃي. اڃا اجلاس سڏائڻ جي تياري ٿي رهي هئي ته ڪيس استعيفا ڏيڻ لاءِ چيو ويو هن ون يونٽ جي حمايت ڪرڻ توڙي استعيفا ڏيڻ کان انڪار ڪيو جنهن تي ڪيس 9 نومبر 1954ع تي هٽايو ويو جنهن تي هن اخبارن ذريعي پنهنجي راءِ کلم کلا بيان ڪئي.

خانبهادر محمد ايوب کهڙو ان وقت پروڊا هيٺ سياست کان خارج هو گورنر جنرل کان ون يونٽ جي فائدي ۾ ٺهراءُ پاس ڪرائڻ جو انجام ولي، پنهنجي ڊسڪئاليفڪيشن دور ڪرائي وزيراعليٰ مقرر ٿيو جنهن ۾ پير علي محمد راشدي ۽ قاضي محمد اڪبر کي وزير ڪري ڪنيائين. ترت ئي سائين جي. ايم. سيد کي جيل ۾ موڪليو ويو خانبهادر کهڙي حيدرآباد (موجوده ڊسٽرڪٽ ڪائونسل هال) ۾ 11 ڊسمبر 1954ع تي، سنڌ اسيمبليءَ جو اجلاس، پوليس ۽ ايس. پي. آر جي ڀهري هيٺ گهرائي، اسپيڪر مير غلام علي خان کي نظربند ڪري ٿرپارڪر ضلعي جي شهر مٺي ڏانهن اماڻي، ميمبرن کان زوريءَ ون يونٽ جي حق ۾ ٺهراءُ پاس ڪرايو. ٺهراءَ جي مخالفت ۾ صرف چئن ميمبرن عبدالحميد خان جتوئي، شيخ خورشيد احمد، پير الاهي بخش ۽ رئيس غلام مصطفيٰ ڀرڳڙيءَ ووٽ ڏنو. پيرزادو عبدالستار اجلاس ۾ شريڪ ئي نه ٿيو.

سگهوئي پوءِ 14 آڪٽوبر 1954ع تي ون يونٽ لاڳو ڪري مغربي پاڪستان صوبو وجود ۾ آندو ويو، اُن جو وزيراعليٰ خان عبدالغفار خان جي ڀاءُ ڊاڪٽر خانصاحب کي مقرر ڪيو ويو کهڙي ۽ دولتانه صاحب کي وزارت ۾ شامل ڪيو ويو. ٿوري وقت بعد، 1956ع ۾، مغربي پاڪستان اسيمبليءَ جي ميمبرن جي اڌ سڌيءَ طرح چونڊ ٿي. مسلم ليگ وارن ڊاڪٽر خانصاحب بدران سردار بهادر خان کي وزيراعظم چونڊڻ ٿي گهريو مرڪزي حڪومت طرفان ان جي مخالفت ٿي ۽ ڊاڪٽر صاحب کي اجازت ڏني وئي ته ميمبرن کي ڊپ ۽ لالچون ڏئي، هر صورت ۾ پنهنجي وزارت مضبوط ڪري. مسلم ليگ جي دور حڪومت کان ماڻهو تنگ اچي چڪا

هئا، ان ڪري ڊاڪٽر خانصاحب کي اڪثريت حاصل ٿي وئي. سنڌ مان سنڌس وزارت ۾ قاضي فضل الله، مير علي احمد خان ۽ عبدالستار پيرزادي کي ڪنيو ويو. پيرزادي کي قانون ۽ زراعت جا کاتا ڏنا ويا. وزير ٿيڻ بعد، اسيمبليءَ اندر پارليامينٽري ڪاروبار زياده تر هيءُ ئي هلائيندو هو. پاڪستان آئين ساز اسيمبليءَ ۽ مغربي پاڪستان اسيمبليءَ ۾ هن جيڪو اهم ڪردار ادا ڪيو سو تعريف لائق آهي. سنڌ اسيمبليءَ ۽ مغربي پاڪستان اسيمبليءَ ۾ سنڌس شخصيت جو سحر نظر ايندو هو. سنڌس مقابلي جو پارلياماني ڪاروبار لاءِ ڪو به اهل ماڻهو نه هو.

جيتوڻيڪ جي. ايم. سيد وارا مخالفت ۾ ويٺل هئا، پر وزارت کي شڪست کان بچائڻ ۾ مدد ڪندا رهيا. مسلم ليگ به ٽي دفعا ان کي ڪيرائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ان ۾ ناڪام ٿي، ان تي مسلم ليگ، جي. ايم. سيد وارن سان حمايت لاءِ گفتگو ڪئي. سائين جي. ايم. سيد شرط وڌو ته ون يونٽ ختم ڪرڻ جي ٺهراءَ کي پاس ڪرائڻ ۾ اسان جي مدد ڪئي وڃي، ته اسان ساڻن شريڪ ٿينداسين. ان تي هنن لکت ۾ ساڻن اهڙو سمجهوتو ڪيو. جڏهن اهو ٺهراءُ اسيمبليءَ اڳيان پيش ٿيو ته نواب گرمانيءَ گورنر مغربي پاڪستان، جي زور بار تي ڊاڪٽر خانصاحب کان ٺهراءَ جي مخالفت ڪرائي، جنهن تي عبدالستار پيرزادو ناراض ٿي هال ڇڏي ويو پر اسپيڪر جي مدد سان اهو ٺهراءُ هنن پاس ڪرڻ کان روڪي ڇڏيو ۽ وقت پوري ٿيڻ ڪري ٺهراءُ رهجي ويو ان تي سائين جي. ايم. سيد وارن مخالفن سان گڏجي، ڊاڪٽر خانصاحب جي وزارت جي مخالفت ڪئي ۽ ٺهراءُ پاس ڪرڻ لاءِ ماحول ٺاهي ورتو اُن تي هائوس ۾ اڪثريت نه هئڻ ڪري، گورنر کان اسيمبلي مهمل ڪرائي وئي. ڪجهه وقت حڪومت گورنر جي هٿ ۾ رهي. ان کان پوءِ وري سردار عبدالرشيد جي هٿ هيٺ نئين وزارت ٺهي، جنهن ۾ به پيرزادي کي وزير ڪري ڪنيو ويو انهيءَ عرصي ۾ رئيس غلام مصطفيٰ خان ڀرڳڙيءَ طرفان ون يونٽ کي ختم ڪرڻ جو ٺهراءُ ٻيهر مغربي پاڪستان اسيمبليءَ ۾ پيش ٿيو هن دفعي ريپبليڪن پارٽيءَ جي. ايم. سيد وارن سان ٺهراءُ پاس ڪرڻ جو لکت ۾ ناهه ڪيو ٺهراءُ اچڻ بعد قانوني راءِ اتاري وئي ته اهو ٺهراءُ صوبائي اسيمبليءَ اڳيان اچي نٿو سگهي. پيرزادي، وزير قانون هئڻ ڪري، راءِ ڏني ته اهو ٺهراءُ اچي سگهي ٿو جنهن تي ون يونٽ خلاف مغربي پاڪستان اسيمبليءَ ۾ ٺهراءُ پاس ٿي ويو.

1958ع تائين پيرزادو صاحب مغربي پاڪستان حڪومت ۾ وزير ٿي رهندو آيو هي ڪلاسيڪي راڳ جو شوقين ۽ سنڌي ڪافين سان وڏي دلچسپي رکندو هو ستار سلي وڃائي ۽ راڳ ڳائي ڄاڻندو هو باغن ۽ گلن ۾ خاص دلچسپي هئس. پاڪستان جي باغن جي سوسائٽيءَ جو پريزيڊنٽ رهي چڪو هو جنهن لاءِ ڪيس آمريڪن گارڊننگ انسٽيٽيوٽ کان ميڊل به مليل هو.

عبدالستار پيرزادو شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو عاشق هو جنهنڪري هن ڀٽ شاهه تي ”شاهه عبداللطيف ڀٽائي ڪلچرل سينٽر“ جو بنياد رکايو. جنهن جو اهم مقصد شاهه لطيف تي تحقيق ڪرائڻ ۽ سنڌس پيغام کي عام ڪرڻ هو. عبدالستار پيرزادي 24 آگسٽ 1974ع تي وفات ڪئي.

**پيرزادو، عبدالمجيب**: ناميارو سياستدان عبدالمجيب پيرزادي سکر ۾ جنم ورتو هو اڳوڻي وزيراعليٰ ۽ نامور سياستدان پيرزادي عبدالستار جو فرزند ۽ مشهور قانوندان عبدالحفيظ پيرزادي جو ڀاءُ آهي. عبدالمجيب پيرزادي قانون جي تعليم حاصل ڪري ساڳيو قانون وارو پيشو اختيار ڪيو علائقي جي سماجي ۽ سياسي ڪمن ۾ ڀرپور حصو وٺندو رهي ٿو 2002ع وارين چونڊن ۾ هي پيپلز پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي اين. اي 199 (پنوعاقل-روهڙي) تڪ تان چونڊ وڙهي قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو پنهنجي دؤر ۾ ڪافي ترقياتي ڪم ڪرايائين. 2006ع ڌاري هن قومي اسيمبليءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ ۽ صوبائي خود مختياري بابت بل پيش ڪيا. 2008ع وارين چونڊن ۾ ڪيس پيپلز پارٽيءَ جي ٽڪيٽ نه ملي. سنڌس جاءِ تي خورشيد احمد شاهه چونڊ وڙهي ڪامياب ٿيو هن وقت عبدالمجيب پيرزادو قانوني ماهر ۽ سپريم ڪورٽ جي وڪيل جي حيثيت سان پيشورانه ذميواريون نڀائي رهيو آهي.



**پيرزادو غوث محمد ’گوهر‘**: مخدوم غوث محمد گوهر شاهه محمد صديقي پيرزادي جي گهر ۾، 11 جون 1935ع تي ڪوٽڙي محمد ڪبير (تعلقي محرابپور) ضلعي نوشهري فيروز ۾ جنم ورتو.



مخدوم غوث محمد، پرائمري تعليم ڪوٽڙي ڪبير مان ورتي، ۽ ميٽرڪ تائين تعليم ڪنڊياري ۽ هالاڻي هاءِ اسڪولن مان حاصل ڪيائين. هن کي سنڌس والد جي مامي فقير غلام قادر پيرزادي نپايو جنهن جو مٽس گهاٽو راز هو جڏهن ان فقير غلام قادر جي عمر 60 سالن کي پهتي ته هن ننڍڙي غوث محمد کي وڌيڪ اسڪولي تعليم پرائڻ کان منع ڪندي چيو ته ”تنهنجو والد ۽ آءُ پوڙها ٿي چڪا آهيون، ان ڪري تون ابي ڏاڏي جي زمين اچي سنڀال. اِئين غوث محمد پيرزادي وڌيڪ پڙهائي ڇڏي اچي مائٽاڻي زميندار سنڀالي، ان دوران فقير غلام قادر (جنهن کي سڀ نانو چوندا هئا) کيس گهر ويٺي خانگي طرح عربي، فارسي ۽ انگريزي سيکاري. پيرزادي غوث محمد گوهر جي والد 1975ع ۾ وفات ڪئي ۽ فقير غلام قادر، 1977ع ۾ انتقال ڪيو. جنهنڪري ناناڻي توڙي ڏاڏاڻي ڀڳ جو ڪيس وارث ٿيڻو پيو.

مخدوم غوث محمد گوهر ٽن سالن تائين عشر زڪوات ڪميٽي، نوشهري فيروز جو چيئرمئن به رهيو ان کان سواءِ ٽن سالن تائين، سچل چيئر شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور جو ايڊوائيزر رهيو ۽ هن وقت تائين سچل چيئر جي ايڊوائيزري بورڊ جو ميمبر آهي. سنڌس ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ سان خاص دوستي هئي. ان ڪري سچل سرمست ادبي ڪانفرنس ۾ دلچسپيءَ سان شريڪ ٿيندو هو وٽس وڏن جو وسيع، قديم ۽ علمي

ادبي ذخيرو موجود آهي، جنهن کي محفوظ رکڻ لاءِ هن 1984ع ۾ ڪوٽڙي ڪبير ۾ ’الڪبير اڪيڊمي‘ قائم ڪئي. جنهن ۾ مختلف موضوعن تي ڏهن هزارن کان وڌيڪ ڪتاب موجود آهن. هن اڪيڊميءَ جي خصوصيت اها آهي ته هن ۾ ساڍن ٽن سون کان وڌيڪ قلمي قرآن پاڪ موجود آهن، جن ۾ 202 هجريءَ جو هڪ قديم قرآن پاڪ، ڪاتب خان محمد تنيي جو هٿ اکري به موجود آهي. پيرزادي غوث محمد گوهر کي جتي به ڪو قلمي قرآن يا ڪو بيو اهم مسودو معلوم ٿيندو آهي ته هو ڳري قيمت تي خريد ڪرڻ لاءِ تيار هوندو آهي.

مخدوم غوث محمد جي وڏن جا شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ سان گهاٽا لاڳاپا هئا. چيو وڃي ٿو ته شاهه لطيف جو ڪلام، شاهه جي فقيرن جو لکيل، لطيف سائين جڏهن به اُتر سنڌ جي سفر تي ايندو هو ته هن درگاهه ۾ ڪتابت لاءِ ڏئي ويندو هو ۽ هتي جا ڪاتب اهو مواد سُڻن اکرن ۾ ڪتابت ڪري رکندا هئا ۽ شاهه صاحب واپسيءَ تي پاڻ سان کڻي ويندو هو.

پيرزادو غوث محمد شاعري نثر نويس به آهي، هن جا ڪيترائي ڪتاب لکيل ۽ ترتيب ڏنل آهن، جن جو تفصيل هن ريت آهي:

(1) سُوره ياسين (عبدالڪريم عاصي جو منظوم قلمي ترجمو رهيل ترجمي جي تڪميل سان: 1990ع)، (2) شهباز نامه (قلندر شهباز جي فارسي ڪلام جو سنڌي ترجمو مترجم: نياز همايوني (1993ع)، (3) ڪلام ڪوڙلين (ڪوڙل سوناري ۽ سندس پوٽي ڪوڙل جو ڪلام: 1995ع)، (4) سامي سفر هليا (سورهن ڏينهن جو صوفين ۽ جام ساقيءَ سان گڏ: 1997ع)، (5) مهدي مٽيادار (مهدي شاهه جهانيان جو ڪلام: 1999ع)، (6) ڪاتيار جو ڪلام (مخدوم عبدالله ڪاتيار جو ڪلام ۽ شخصيت)، (7) خوشبوءِ جو سفر (حرمين شريفين جو سفرنامو: 2000ع)، (8) ڀارت ياترا (ڀارت جو سفرنامو: 2001ع)، (9) منظوم سنڌي تفسير (ڪوٽڙي ڪبير جي بزرگن جو بسم الله، سورت فاطمه، سورت ياسين، سورت اخلاص ۽ سورت الدهر جو منظوم ترجمو قديم سنڌيءَ مان جديد صورتخطي ۾ آندل: 2005ع)، (10) لطائف علي (2007ع)، (11) ڪوٽڙي محمد ڪبير جو صديقي خاندان (سوانح حيات: 2008ع)، (12) چهل حديثون (مولانا جاميءَ جي چاليهن حديثن جي فارسي منظوم ترجمي جو عربي، انگريزي، سنڌي ۽ اردوءَ ۾ ترجمو: 2010ع)، (13) ڪوٽڙي محمد ڪبير جو تاريخي پسمنظر (2010ع).

**پيرزادو، مولوي محمد معاذ:** سنڌ جي محب وطن ۽ خاموش قومي خدمتگار مولوي محمد معاذ جو اصل نالو محمد پناهه ولد حاجي محمد عارف پيرزادو هو. 1896ع ڌاري ڳوٺ قطال شاهه لڳ چتن شاهه، تعلقي سڪرنڊ ضلعي نوابشاهه (بينظير آباد) ۾ ڄائو. سندس والد هارپو ڪندو هو. ستن سالن جي عمر ۾ ڳوٺ جي آخوند واليڏني وٽ قرآن پڙهڻ لاءِ ويهاريو ويو. ڏهن سالن جي عمر ۾ ڪيس ديني تعليم لاءِ پير جهنڊي جي مدرسي



دارالارشاد ۾ موڪليو ويو جتي مولانا عبيدالله سنڌي پڙهائيندو هو. محمد معاذ ابتدائي سنڌي ۽ فارسي پڙهڻ بعد عربيءَ جي تعليم حاصل ڪئي. مولوي معاذ جو اصل نالو محمد پناهه هو جو مولانا سنڌي صاحب سندس والد جي اجازت سان بدلائي محمد معاذ رکيو پير رشدالله شاهه جهنڊي وارو مٿس مهربان هوندو هو 1913ع ۾ مولوي معاذ عربيءَ جي درس نظاميءَ جي تعليم اُتي پوري ڪئي. مولانا عبيدالله سنڌيءَ ان عرصي ۾ دهليءَ جي مسجد فتح پوريءَ ۾ مدرسه نظارت المعارف کولي مولوي ۽ گريجوئيٽ (ٻن قسمن جي) تعليم ڏيندو هو. مولوي محمد معاذ 1914ع ۾ دهليءَ ويو جتي حڪيم اجمل خان جي مدرسه طبيه ۾ داخلا ورتائين. اتي به مهينا رهڻ بعد ميرٺ ۾ مولوي عبدالمومن وٽ حديث جا ڪتاب پڙهيائين. اتان هو لکنوءَ ويو جتي تڪميل الطب ڪاليج جهوائي ٽولا ۾ طبي تعليم ورتائين ۽ عربيءَ ۾ طبي ڪورس 1917ع ۾ پورو ڪري سَند ورتائين. 1917ع ۾ ئي سنڌ واپس اچي نوابشاهه ۾ دواخانو کوليائين. مولوي معاذ بنيادي طرح هڪ انقلابي شخص هو جڏهن خلافت تحريڪ شروع ٿي ته 1919ع ۾ جميعت العلماء ۾ شامل ٿيو هندو مسلم اتحاد تي زور ڏنائين. 1924ع ۾ جڏهن خلافت تحريڪ جهڪي ٿي ته هن جا واسطا ڪانگريس سان رهيا. هن سنڌ جي بمبئيءَ کان جدائيءَ واري تحريڪ ۾ به حصو ورتو سنڌ آزاد ٿيڻ بعد 1937ع جي چونڊن ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي آزاد پارٽيءَ جو ساٿ ڏنائين. 1939ع ۾ نوابشاهه شهر ۾ ميونسپالٽيءَ جي چونڊ ٿي، جنهن قومپرست سياستدانن جي مدد سان سخت مقابلي ڪري ميمبر چونڊيو ان وقت 11 سيٽون هندن ۽ 5 سيٽون مسلمانن لاءِ هيون. ان کان پوءِ به ڪيترو عرصو ميونسپالٽيءَ تي چونڊبو رهيو جڏهن 1947ع ۾ ڪانگريس ۽ مسلم ليگ فيصلو ڪري پاڪستان ۽ ڀارت جي نالي سان ملڪ جو ورهاڱو ڪيو ته قومپرست مسلم ڪارڪنن لاءِ سياسي ميدان ۾ ڪم لاءِ ماحول نه رهيو جنهنڪري هن سياست ۾ حصو وٺڻ ڇڏي ڏنو اڳتي هلي جڏهن ”متحده محاذ“ ٺهيو ته ان ۾ شريڪ ٿيو 1951ع ۾ سيفٽي ائڪٽ هيٺ کهڙي جي وزارت ۾ جيل ويو پوءِ به نيشنل عوامي پارٽي ۽ هاري پارٽيءَ جي سرگرمين ۾ حصو وٺندو رهيو هن نوابشاهه ۾ ”معاذ دواخانو“ شروع ڪيو هو جنهن جي هند سنڌ سان گڏ دنيا ۾ هاڪ ۽ ڌاڪ آهي. سندس نالي سان سنڌ جو ”معاذ تاڌل“ مشهور آهي. پيرزادي صاحب جو ڪتاب ”بياض حڪمت“ اڻ ڇپيل موجود آهي. سندس ڪتب خاني ۾ ديني، ادبي ۽ حڪمت بابت ڪتابن جو وڏو ذخيرو موجود آهي. هن قومي مجاهد 1379هه/ 1959ع ڌاري نوابشاهه ۾ وفات ڪئي.

**پيرزادو، ميان عبدالرحمان:** ميان عبدالرحمان پيرزادو 1860ع ڌاري ڄائو ابتدائي تعليم خانقاهه واري مدرسي مان حاصل ڪري پراڻي سکر جي پرائمري اسڪول ۾ داخل ٿيو بعد ۾ وقت جي بزرگ مولوي عبدالرحمان جي مدرسي ۾ داخل ٿيو عبدالرحمان پيرزادو سماجي ورڪر هو ۽ انجمن اسلام (جيڪا پير غوث علي شاهه قائم ڪئي هئي) جو ميمبر هو سکر ضلعي مدرسي بورڊ جي پايي وجهندڙن مان هو ۽ بعد ۾ ان جو سيڪريٽري به ٿي رهيو سکر عيدگاهه جي تعمير ۾ سندس هٿ هو سکر ميونسپالٽيءَ جو ميمبر رهيو ۽ 1862ع ۾ به دفعا وائيس پريزيڊنٽ ٿيو

هندن توڙي مسلمانن جو مقبول ليڊر هو. 1892ع ۽ 1939ع ۾ سکر ۾ هندو مسلم فسادن وقت عبدالرحمان پيرزادي همت ڪري پراڻي سکر ۾ امن امان قائم ڪرايو. ان وقت سندس تقريرن چڱو اثر ڪيو ۽ مسجد منزل گاھ جي حوالي سان بہ هن عوام جي رهنمائي ڪئي. هن 1942ع ۾ وفات ڪئي.

**پيرزادو، مير محمد:** مشهور گيت ڪار شاعر مير محمد پيرزادي، 19 جون 1944ع تي ٻلهڙيجي، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ رحمت الله پيرزادي جي گهر ۾ جنم ورتو هي ناميارو ليکڪ انور پيرزادي جو سڳو ماسات آهي.



پرائمريءَ ڪان وٺي مئٽرڪ تائين هٿي گڏ پڙهيا. مير محمد پيرزادي گورنمينٽ هاءِ اسڪول ڏوڪريءَ مان 1962ع ۾ مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيو. ننڍپڻ ۾ سندس والد وفات ڪري ويو ۽ پنهنجي چاچي جي مدد سان سنڌ زرعي ڪاليج (ان وقت هي ڪاليج سنڌ يونيورسٽيءَ جي ماتحت هو) مان 1967ع ۾ بي. ايس. سي (آنرز: ايگرانامي) پاس ڪيائين. 1969ع ۾ ريسرچ اسسٽنٽ جي حيثيت سان زرعي ڪاليج سڪرنڊ ۾ نوڪريءَ تي چڙهيو. جتان ڪجھ عرصي لاءِ سندس ڏوڪري، سجاول، ڪوٽ ڏجي، دادو ۽ ٻين هنڌن تي بدليون بہ ٿينديون رهيون، پر سندس مستقل رهائش سڪرنڊ ۾ ئي رهي. مير محمد پيرزادو 'ڪٽڪ جي تحقيقاتي اداري' سڪرنڊ جو ڊائريڪٽر رهيو. جتان 20 جون 2004ع تي رٽائر ڪيائين.

مير محمد پيرزادي 1969ع ۾ شادي ڪئي ۽ شاعريءَ جي شروعات بہ ساڳئي سال کان ڪيائين. ٻلهڙيجيءَ جي مٺخانن ۾ ٿيندڙ راڳ، جهونن جي ڪچهرين، شادي وهانءَ جي سهرن ۽ ڳيچن ٻڌڻ ڪري کيس شاعريءَ سان لڳاءُ پيدا ٿيو. هن جا وڏا ٻلهڙيجيءَ جا هئا، عربي ۽ فارسي ٻوليءَ توڙي حڪمت جا ڄاڻو ۽ تحصيل يافتہ هئا. ان ڪري اتي موجود شاھ جمال جي درگاھ جو مٺخانو شروع کان وٺي علم ۽ ادب جو مرڪز پئي رهيو. جتي راڳ ۽ سنگيت جا اهو عالم هو تہ الهڏني نوناري، جيوڻي ٻائي، استاد بنده علي خان، استاد منظور علي خان کان وٺندي شرافت علي خان تائين سڀ سُريلا راڳي، ان مٺخاني تي پنهنجي فن جا جلوا ڏيکاري چڪا هئا، جنهنڪري مير محمد جي شاعريءَ کي پختگي ملي. سندس شاعريءَ ۾ موسيقي ۽ رواني ڪمال جي آهي. گڏوگڏ کيس راڳ ۽ سنگيت جي بہ وسيع ڄاڻ آهي.

مير محمد پيرزادي جا ٻہ شعري مجموعا ڇپيل آهن: (1) 'مڪڙيون، ماڪ ڦڙا' (1981ع) روشني پبليڪيشن، ڪنڊياري پاران ڇپيل، (2) 'ليار نيٽن ۾ ڦٽا' (1999ع) مارئي اڪيڊمي، سڪرنڊ طرفان ڇپيل. شاعريءَ ۾ گيت سندس خاص سڃاڻپ رهيو آهي، جنهن ۾ هن ڪافي ڪامياب تجربا ڪيا آهن. سندس پهرئين شعري مجموعي 'مڪڙيون، ماڪ ڦڙا' تي سنڌ گرئجوئيٽس ائسوسيئيشن طرفان کيس گولڊ ميڊل ڏنو ويو. جڏهن تہ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ بہ ان ڪتاب کي سال جي بهترين ڪتاب طور پهريون انعام ڏنو. مير محمد پيرزادي جي شاعريءَ جا ٻہ وڌيڪ مجموعا ۽ ٻہ مضمونن جا مجموعا ترتيب ڏنل، ڇپائيءَ جا منتظر آهن. سندس ايم. اي سنڌيءَ جو مونوگراف "ڪلهوڙن جي دؤر جو سنڌي ادب ۽ حضرت سلطان الاولياء خواجہ محمدالزمان جو مقام" عنوان هيٺ لکيل آهي. ان کان سواءِ سندس لاتعداد سياسي، سماجي، ادبي ۽ تنقيدي مقالا ۽ مضمون ڇپيل آهن. هن سرڪاري ملازمت دوران ڪٽڪ جي جنس 'مومل 2002' تيار ڪرائي، پاس ڪرائي، جيڪا اڄ ڏينهن تائين آبادگارن ۾ پنهنجي ساک قائم رکيو اچي. سنڌ جو هي بهترين شاعر هن وقت سڪرنڊ شهر ۾ رهائش پذير آهي.

**پيرزادو، واحد بخش 'عاشق':** واحد بخش ولد جمعو خان پيرزادو 2 مارچ 1896ع تي شڪارپور ۾ پيدا ٿيو. شروعاتي تعليم ورنيڪيولر اسڪول- 2 مان حاصل ڪري، فائنل جو امتحان ورنيڪيولر 1 مان ڏنائين. 14 جولاءِ 1914ع کان پرائمري استاد جي حيثيت سان تعليم کاتي ۾ نوڪري ڪيائين. واحدبخش 'عاشق' جو شمار شڪارپور جي بهترين استادن ۾ ٿئي ٿو. هتان جي ڪيترن ئي شاگرد سندن تعليم ۽ تربيت مان فائدو حاصل ڪري، وڏو نالو ڪمايو. سنڌ جو عظيم شاعر شيخ اياز بہ سندس شاگرد رهي چڪو آهي.

واحد بخش 'عاشق' کي شاعريءَ جو شوق هو ۽ ڪيترو ڪلام چيائين. سندس ڪافي شاعري ماهوار رسالي 'سنڌو' ۾ بہ شايع ٿيل آهي. سنڌ جي مشهور شاعرن سان سندس دوستي هوندي هئي، جن ۾ مير علي نواز علوي، آخوند عبدالقادر 'بيدل'، شمس العلماءِ مرزا قليچ بيگ ۽ لطف الله بدوي اهم آهن. هن جو ڪلام ڊي. جي سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ جي 'سرسوتي' مخزن ۾ بہ ڇپيل آهي. هن نہ رڳو غزل جي صنف تي طبع آزمائي ڪئي، پر نظم بہ لکيا.

استاد واحد بخش 'عاشق'، 26 فيبروري سن 1984ع تي وفات ڪئي.

**پيرزاده قاسم رضا:** ناميارو اديب ۽ تعليمدان، ڊاڪٽر پيرزاده قاسم رضا جو پورو نالو پيرزاده قاسم رضا ولد ضياء صديقي آهي. هن 8 فيبروري 1943ع تي دهليءَ ۾ جنم ورتو. هن ڪراچي يونيورسٽيءَ مان بي. ايس. سي



(آنرز) ۽ ايم. ايس. سي ڪرڻ بعد انگلنڊ مان پي. ايڇ. ڊي ڪئي. هن 1975ع کان 1978ع تائين برطانيہ جي 'يونيورسٽي آف نيوڪيسل اپان ٽائن' ۾ ريسرچ ايسوسيئيٽ طور خدمتون سرانجام ڏنيون. بعد ۾ ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ ملازمت اختيار ڪيائين. اتي هن ڊائريڪٽر اسٽوڊنٽ افيئرز، فزيالاجي شعبي جي سربراھ، ڪراچي يونيورسٽيءَ جي رجسٽرار ۽ پرو وائيس چانسلر طور ذميواريون نڀايون. هن وقت ڪراچي يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر آهي. اهو سندس هيو ٽينيوئر (مدو) آهي. ان کان اڳ هو وفاقي اردو يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر بہ رهي چڪو آهي. تعليمي ميدان ۾ کيس لڳ ڀڳ چاليهن سالن جو تجربو آهي. ان کانسواءِ ادب جي دنيا ۾ بہ سندس وڏو نالو آهي. هو اردوءَ جو سٺو شاعر آهي. سندس والد ضياءُ صديقي توڙي ڏاڏو رياض الدين 'بسمل' بہ سٺا شاعر ٿي گذريا آهن.

**پيرزاده مسجد**: مٽياري شهر جي پيرزاده محلي ۾ واقع هيءَ مسجد 938هه/ 1531ع ڌاري سخي رڪن الدينؒ جوڙائي. هن مسجد جو اصل نالو ’مسجد ربي‘ هو. پر اڳتي هلي پيرزادي محلي ۾ هجڻ ڪري ’پيرزاده مسجد‘ جي نالي سان سڃاڻجڻ لڳي. مسجد جوڙائڻ بعد شروع ۾ سخي رڪن الدين هن مسجد ۾ درس ۽ تدريس جو سلسلو جاري رکيو. 938 هه/ 1531ع کان 975 هه/1567ع تائين ستٽيهه سال سخي صاحب هن مسجد ۾ درس ۽ تدريس سان گڏ امامت جو فرض نڀايو. سندس وفات بعد سندس پٽ سيد حافظ 975 هه/1567ع کان 1006هه/1597ع تائين؛ ان بعد سيد ظهيرالدين 1006 هه/ 1597ع کان 1031هه تائين؛ سيد آيل شاهه 1031هه/1621ع کان 1060 هه/1650ع تائين؛ سيد آدم شاهه 1060هه/ 1650ع کان 1090 هه/ 1679ع تائين، سيد جان محمد 1090 هه کان 1101هه/ 1689ع تائين، سيد ٻولا شاهه 1101 هه/1689ع کان 1122 هه/1710ع تائين، سخي رڪن الدينؒ جي درس تدريس ۽ امامت جي روايت کي برقرار رکيو. جيڪو سلسلو اڄ تائين جاري آهي. ڪن روايتن موجب ته سخي رڪن الدينؒ جي جوڙايل مسجد اِها نه آهي، بلڪ اُها مسجد آهي، جيڪا سندس مقبري وٽ آهي. پر اها مسجد سندس وفات کان ڪافي پوءِ جي جوڙايل آهي. ڪن روايتن موجب محمد هاشم ٺٽوي ۽ سندس پوٽي مخدوم ابراهيم مڏٽي واري به هن مسجد ۾ نماز پڙهي هئي. انگريزن جي دؤر ۾ مسجد جي ڇت کي برسات سبب ڪجهه نقصان پهتو، جنهن بعد مرمتي ڪم شروع ڪرايو ويو. پر ڪن ڳالهين سبب واڌا ڪاوڙجي اڌ ۾ ڪم ڇڏي هليا ويا. جنهن بعد سنڌيءَ ۾ قرآن شريف جو پهريون ترجمو ڪندڙ آخوند عزيز الله مٽياروي‌ءَ مسجد جو رهيل ڪم پورو ڪرايو. جنهن جي ثبوت طور مسجد جي ڇت ۾ به ڪمانون ٻين حصن کان بلڪل ئي الڳ ۽ منفرد موجود آهن. پيرزاده مسجد ۾ اڄ به سوين نمازي نماز ادا ڪن ٿا ۽ درس ۽ تدريس وارو سلسلو جيئن جو تيئن هلندو پيو اچي.

**پير زين العابدين شاهه ’زينل‘**: پير سيد زين العابدين شاهه جيلاني ولد حاجي شاهه، ڳوٺ نورائي شريف، ضلعي حيدرآباد (هاڻي ٽنڊو محمد خان) ۾ 14 شوال 1321هه مطابق 2 جنوري 1904ع تي پيدا ٿيو. روايت آهي ته زين العابدين شاهه جي ولادت ۽ ولايت جي بشارت سندس والد کي هڪ الله لوڪ درويش ڏني هئي. پير صاحب اٽڪل 12 سال گنجي ٽڪر جي غارن ۾ الله تعاليٰ جي عبادت ۾ گذاريو ۽ دنيا جي ماڻهن سان گفتگو بند ڪري خاموشي اختيار ڪيائين. ان خاموشيءَ کي ٽوڙڻ لاءِ سندس والد کيس ڪيترن درويشن ۽ اوليائن وٽ وٺي ويو. ڪيترن حڪيمن کي ڏيکاريائين. پر ڪو فائدو نه ٿيو. پوءِ کيس اوڇي شريف جي بزرگن وٽ وٺي ويو جتي سندس خاموشي ٽٽي. وٽس هر وقت محفل ميلاد برپا هوندي هئي. زين العابدين شاهه سال 1956ع ۾ بغداد شريف ويو جتي حضرت غوث الاعظم عبدالقادر جيلانيءَ جي درگاهه جي زيارت سان گڏ حضور ڪريم جن جي وار مبارڪ جي زيارت ڪيائين. حج ڪيائين ۽ گهڻو وقت مديني پاڪ ۾ روضي مبارڪ سامهون ويهي صلواة و سلام ۽ ذڪراذڪار ڪندو هو. پنهنجي زندگيءَ ۾ بي انداز شعر چيائين. سندس سنڌي، بلوچي، سرائيڪي، اردو، انگريزي، فارسي، عربي ٻولين ۾ شاعري موجود آهي. آخر تائين حق جي تلقين ڪندو رهيو ۽ 13 محرم 1396هه/ 29 جنوري 1975ع تي وفات ڪيائين.

**پير سرهندي**: سنڌ ۾ آباد ’پير سرهندي‘ بزرگن جي نسب جو سلسلو هندستان جي وڏي عالم، امام رباني، مجدد الف ثاني شيخ احمد سرهنديءَ سان ملي ٿو. پير صاحب جا وڏا دين جي تبليغ خاطر سرهند شريف (هندستان) مان پهرين ’قنڌار‘ (افغانستان) ويا. ٽن پشتن کان پوءِ وري پشاور (پاڪستان) ۾ آيا. سنڌن ٻن پشتن جي بزرگن جون مزارون پشاور چانوٽي ڪابلي گيٽ جي ويجهو ’حضرت جي‘ جي نالي سان مشهور آهن. اتان هڪ بزرگ خواجه عبدالرحمان جان سرهندي مجددي پهرين مٽياريءَ ۽ پوءِ ٽکڙ تعلقي حيدرآباد ۾ اچي آباد ٿيو جنهن جو خاندان اڄ تائين سنڌ جي ڏاکڻي حصي ۾ ديني تعليم ۽ روحاني فيض جي ڪري مشهور آهي. هي پير، هندستان جي شهر ’سرهند‘ جي نسب سان پشت بپشت سرهندي پيرن طور مشهور آهن. هن خاندان جون ڪجهه اهم شخصيتون هي آهن:

(1) **پير خواجه عبدالرحمان جان سرهندي فاروقي نقشبندي**: سندس نسب جو سلسلو ستيتاليهين (47) پشت ۾ حضرت عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنه سان ۽ ٽيٽيهين (33) پشت ۾ امام رباني مجدد الف ثاني شيخ احمد سرهندي فاروقيؒ سان ملي ٿو.

هي بزرگ ارڙهين صدي عيسويءَ جي آخر ڌاري سنڌ جي شهر مٽيارين ۾ آيو جتي سندس والد خواجه عبدالقيوم سرهندي ۽ ڏاڏي خواجه فضل الله سرهنديءَ جا مريد موجود هئا. سيد ميران محمد شاهه اول کي جڏهن خبر پئي ته هي وڏا بزرگ آهن ته کين پنهنجي ڳوٺ ’ٽکڙ‘ ۾ اچي رهايائين. ٿوري وقت کان پوءِ پاڻ حج جي ارادي سان حجاز مقدس ويو ۽ وڃي مديني منوره ۾ رهيو ۽ واپس اچڻ جو ارادو ترڪ ڪيائين. اها خبر جڏهن سيد ميران محمد شاهه کي پئي ته مديني منوره وڃي پير صاحب کي سنڌ هلڻ لاءِ زور ڀريائين ۽ پير صاحب هميشه لاءِ اچي ٽکڙ (سنڌ) ۾ رهائش پذير ٿيو ۽ اهڙيءَ طرح سنڌ ۾ هن گاديءَ جي پهرئين بزرگ جي آمد ۽ سندس روحاني فيض جي ابتدا ٿي. ٽکڙ جو غير معروف ڳوٺ، ڏسندي ئي ڏسندي روحاني معرفت جو مرڪز بنجي ويو، جتي پوري برصغير، سنڌ، ڪابل ۽ قنڌار جا پانڌيئڙا منزلون ماٽي اچي فيض حاصل ڪرڻ لڳا.

پير صاحب 1315هه مطابق 1897ع ۾ وفات ڪئي. سندس مقبرو گنجي ٽڪر جي دامن ۾ سنڌو درياهه جي ڪناري تي حيدرآباد شهر کان ڏکڻ ۾ 25 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي واقع آهي.

(2) **پير خواجه محمد حسن جان سرهندي مجددي**: خواجه عبدالرحمان جان جي وصال کان پوءِ سندس فرزند، خواجه محمد حسن جان سرهندي مسند نشين ٿيو. پاڻ پنهنجي والد جي وصال جي ٿوري عرصي کان پوءِ 1316 هه/ 1898ع ڌاري ٽکڙ کي ڇڏي، ٽنڊي محمد خان جي پر ۾ ٽنڊي سائينداد ۾ اچي رهائش اختيار ڪيائين. ظاهري ۽ باطني تعليم ۽ تربيت پنهنجي والد کان حاصل ڪيائين. ان بعد به سال ڪن مٽيارين جي عالمن کان ديني علم حاصل ڪيائين. ان کان پوءِ مڪي شريف پهتو جتي پنجن سالن تائين اتان جي ممتاز عالم دين مولانا رحمت الله مهاجر مڪي ۽ مڪي شريف جي مفتي شيخ احمد زيني دحلان کان ديني علم ۽ علم حديث پڙهيائين. ان بعد سنڌ

موٽي آيو ۽ هتي اچڻ سان درس ۽ تدريس لاءِ ڪيترائي مدرسا کوليائين ۽ ڪيترين ئي مسجدون تعمير ڪرائي آباد ڪرايائين. ويهارو کن عربي ۽ فارسي ڪتاب تصنيف ڪيائين. سندس تصنيفون ملڪان ملڪ مشهور آهن ۽ هندستان ۽ ترڪيءَ مان به سندس ڪتاب ترجما ٿي، شايع ٿيا ۽ لکين ماڻهن انهن تصنيفن مان فيض حاصل ڪيو. رجب 1365هه/ 1945ع ۾ وفات ڪيائين. کيس والد جي پاسي ۾ دفن ڪيو ويو.

**(3) خواجه عبدالله جان عرف شاهه آغا سرهندي:** پير صاحب جي ولادت 8 جمادي الاول 1304هه/1886ع ۾ ٽڪڙ ضلعي حيدرآباد ۾ ٿي. ڄمڻ کان پوءِ رمضان المبارڪ ۾ ڏينهن جو والده جي ٿڃ نه پيتائين، ۽ نه ئي وري سندس والده بنا وضوءَ جي کيس ٿڃ پياري.

پنهنجي والد محمد حسن جان جي وصال کان پوءِ مسند نشين ٿيو. وڏو عالم دين ۽ عربي فارسيءَ جو قادرالڪلام شاعر هو. سندس شاعري قلمي بياضن جي صورت ۾ موجود آهي. پنهنجي بزرگن جي روايت کي برقرار رکندي، دين جي خدمت جي جذبي هيٺ ڪيترائي مدرسا ۽ مسجدون تعمير ڪرايائين.

25 کن ڪتاب سنڌي، فارسي ۽ عربيءَ ۾ تصنيف ڪيائين. جن ۾: راحة القلوب، مونس المخلصين، راحة المخلصين (سنڌي)، انتخاب مڪتوبات امام رباني، اربعين مڪتوبات ۽ گلدسته ابيات (فارسي) وغيره مشهور آهن. پير صاحب شڪر، صبر، سخاوت، توڪل، تقويٰ ۽ پاڪائيءَ سان گڏ اسلامي غيرت، دعوت، تبليغ دين، اخلاق ۽ عادات حسنه جو پيڪر هو. پير صاحب 17 اپريل 1973ع تي تهجد جي وقت قرآن پاڪ جو ختمو پورو ڪري اکيون پوريون. وفات بعد سندس لائق فرزند خواجه غلام علي جان مسند نشين ٿيو.

**(4) خواجه غلام علي جان سرهندي:** خواجه غلام علي جان سرهنديءَ جي ولادت 21 ربيع الاول 1334هه/1915ع ۾ ٽنڊي سائينداد ۾ ٿي. پنهنجي وقت جو وڏو عارف ۽ ممتاز عالم دين هئڻ سان گڏ حاذق حڪيم هو. پرهيزگاري ۽ تقويٰ جو پيڪر ۽ شريعت ۽ طريقت جو امام هو. سندس وفات 26، شعبان 1397هه مطابق 12 آگسٽ 1976ع تي ٿي. سندس مزار ساڳئي مقبري شريف گنجي ٽڪر ۾ آهي.

**(5) خواجه عبدالحميد جان سرهندي:** خواجه غلام علي جان جي وفات بعد سندس فرزند حضرت خواجه عبدالحميد جان مسند نشين ٿيو. جنهن جي ولادت 8 ذوالحج 1362هه/1943ع ٽنڊي سائينداد ۾ ٿي. سندس تعليم ۽ تربيت ڏاڏي جي نگرانيءَ ۾ ٿي. پير صاحب ننڍپڻ کان ئي نهايت پرهيزگار، ذڪي هو عربي ۽ فارسي علمن جو ڄاڻو نهايت صابر، شاڪر ۽ ڪرامت وارو بزرگ آهي. سندس اولاد ۾ چار فرزند ۽ چار نياڻيون آهن. سندس وڏو فرزند پير عبدالوحيد جان سرهندي هڪ بزرگ هستي آهي، جنهن پنهنجي فرزند عبدالوحيد جان کي ديني ۽ دنيوي تعليم ڏياري وڏو عالم بنايو ان سان گڏ مريدن کي ذڪر اذڪار، فڪر آخرت ۽ محبت رسول صلعم جو درس ڏيندو رهي ٿو.

**(6) خواجه علامه عبدالوحيد جان سرهندي مجددي درگاهه ٽنڊو سائينداد:** خواجه علامه عبدالوحيد جان سرهنديءَ جي ولادت 22 ڊسمبر 1963ع مطابق 5 شعبان 1383هه آچر جي ڏينهن دارالارشاد درگاهه عاليه سرهندي ٽنڊي سائينداد ۾ ٿي. کيس ابتدائي تعليم ۽ تربيت پنهنجي ڏاڏي آغا غلام علي جان کان ملي. پوءِ کيس مدرسي رحمانيه موري (سنڌ) ۾ ديني تعليم لاءِ داخل ڪيو ويو. اتي 8 سالن ۾ درسِ نظامي پورو ڪري، مولوي، عالم ۽ فاضل جا امتحان فرسٽ پوزيشن ۾ پاس ڪيائين ۽ فارغ التحصيل جي سَند ورتائين. تنظيم المدارس جا امتحان ڏئي "سند شهادة العالميه" (ايم. اي) ڪيائين. ان سان گڏ سنڌ يونيورسٽيءَ مان عربي زبان ۽ ادب ۾، ايم. اي فرسٽ ڪلاس، فرسٽ پوزيشن ۾ ڪري ۽ سونو ميڊل حاصل ڪيائين. کيس شاعري ۽ حڪمت ورثي ۾ مليل آهي. هن وقت سنڌ يونيورسٽي ۽ مهراڻ يونيورسٽيءَ جي سينڊيڪيٽ جو ميمبر آهي، ان ڪانسواءِ زڪواة ۽ عشر جو چيئرمئن پڻ رهي چڪو آهي. پير صاحب 'بيان الرحمان في ترجمة القرآن' نالي سان قرآن پاڪ جو عام فهم تفسيري ترجمو ڪيو آهي.

ان کان سواءِ دلائل الخيرات ۽ قصيده برده شريف جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري شايع ڪرائي چڪو آهي. سندس ٻين تصنيفن ۾: 'متبرڪ وظيفا'، 'تحفة الحجاج'، 'متبرڪ نعتون' جهڙا انمول ڪتاب شامل آهن. سندس سمورن ڪتابن جي ڪتابت، فيض محمد سڪندري پٽافيءَ ڪئي آهي ۽ سيد قمر الزمان شاهه ، قاضي عبدالقدوس راڄڙ ۽ ٻين معتقدن هزارن جي تعداد ۾ شايع ڪري في سبيل الله ورهايا آهن.

پير صاحب پنهنجي ڳوٺ ۾ هڪ عظيم الشان مدرسو تعمير ڪرايو آهي، جنهن ۾ تعليمي سرگرميون شروع ٿيڻ واريون آهن.

**پير سرهندين جي لائبريري:** متياري شهر ۾ 'پير سرهندين جي لائبريري' پير آغا غلام مجدد رح جي محنت جو نتيجو هئي. هن لائبريري ۾ هزارن جي تعداد ۾ سنڌي، فارسي ۽ عربي ڪتاب ڇپيل ۽ قلمي صورت ۾ موجود هوندا هئا. هن لائبريريءَ کي ڪامياب ۽ مطالعي لائق بڻائڻ لاءِ پير آغا غلام مجدد رح جڏهن حج تي ويو هو ته اتان هڪ لک رپين جا ڪتاب وٺي آيو هو. هن لائبريريءَ ۾ هزارين ڪتاب موجود هوندا هئا، پر پير آغا غلام مجدد جي وفات بعد لائبريري آهستي آهستي ختم ٿيندي وئي. انهن ڪتابن مان ڪجهه ڪتاب موجوده سجاده نشين پير غلام مجدد وٽ موجود آهن.

**پير سرهيو:** هي پٿري اوزار ناهڻ واري ماڳ طور سڃاتل هنڌ ڪوهڏجي ٽڪرين جي دامن ضلعي خيرپور ۾ موجود آهي. سنڌ ۾ هيل تائين دريافت ٿيل پٿر جي دورن جي سيني ماڳن مان پراڻي ۾ پراڻو ليکيو وڃي ٿو. هي ماڳ ڪوهڏجيءَ وارين ٽڪرين ۾ جڙ ڪاڇو آهي. هي زمينون اڄڪلهه پوڪيءَ هيٺ آهن. پير سرهيي جي درگاهه وٽ ايڪڙ کن ايراضيءَ ۾ سنڌ جا ابتدائي اوزار مليا آهن. اهي ماڳ تي ٽڙيل پکڙيل صورت ۾ ملن ٿا. عام طور اهي روڊ جا ٽٻل گول پٿر (Pebbles) لڳندا آهن، پر ٿورو ڌيان ڏبو ته قديم انسان جي اوزارن ناهڻ جي پهرين ڪوشش نظر ايندي. هڪ اندازي موجب هي ماڳ ڏهه هزار سال پراڻو ٿي سگهي ٿو هي اوزار سوات ۽ پوٺوهار جي اوائلي پٿر جي اوزارن جا همعصر آهن. هن ماڳ وٽان سنڌو تهذيب جا اوزار خاص ڪري پٿر جون ڇريون به ملن ٿيون.

**پير سعيد حسن**: پير سعيد حسن جو تعلق لنواريءَ وارن پيرن جي خاندان سان آهي. هن جوانيءَ ۾ ئي ڪراچي وسائي ۽ اتي ليڪچرار طور پنهنجي ملازمت جي شروعات ڪيائين ۽ پروفيسر ٿي رٽائر ڪيائين. سنڌ جي هن تعليمي ماهر جون علمي خدمتون قابلِ تعريف آهن. سندس نالي پٺيان تحقيقي ڪتبخاني ۾ 21 نومبر 1981ع تي ڪارنر قائم ڪيو ويو. هن وقت ڪراچيءَ ۾ زندگي بسر ڪري رهيو آهي. پير صاحب جي ڪارنر لاءِ تحفي ۾ مليل مواد ۾ 89 سنڌي، 376 انگريزي، 97 اردو، 20 عربي، 35 فارسي ڪتاب ۽ 21 قديم ۽ ناياب قلمي نسخا (جملي 638) ڪتاب ۽ 21 سنڌي، 29 انگريزي، 8 اردو ۽ 5 عربي رسالا، (جملي 63) ڏنا ويا آهن. هن ڪارنر جي مواد جو جيتري قدر واسطو آهي ته ان ۾ تعليم، اسلامي تعليم، فلسفي، عام معلومات، سنڌي، اردو ۽ انگريزي ادب تي مشتمل مواد موجود آهي.

**پير سلطان جي چوڪنڊي**: هيءَ چوڪنڊي بلڙي شاهه ڪريم (ضلعي ٽنڊي محمد خان) کان ڏيڍ ڪلوميٽر اولهه ۾ آهي. يارهين صدي هجريءَ ۾ شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ وارو شادي ڪرڻ کان پوءِ هتي اچي رهيو ۽ پنهنجي فيض سان ماڻهن کي روشناس ڪرڻ لڳو. تڏهن مخدوم نوح پنهنجي پٽ پير سلطان کي به وٽس موڪليو ته جيئن اهو به ماڻهن کي فيضياب ڪري. پير سلطان اڳتي هلي وڏي عالم ۽ بزرگ طور مشهور ٿيو. وفات کان پوءِ کيس اتي ئي دفن ڪيو ويو. سندس نالي سان هي قبرستان ’پير سلطان جي چوڪنڊي‘ سڏجي ٿو. هتي هر سال 7 ذوالقعد تي ميلو پڻ لڳندو آهي.

**پير سنبڪ سوائي مقام**: ضلعي دادوءَ جي ماڳ ڏسوئيءَ کان نئن بارڻ جي اپرندي ڪناري، ديهه ڪنڊي واريءَ ۾ سنبڪ جبل جي الهندي پٽ ۾ سترهين ارڙهين صديءَ جي سهڻين گهاڙين وارو هڪ قبرستان موجود آهي، جيڪو ٽن ايڪڙن ۾ پکڙيل آهي. هن قبرستان ۾ ’سنبڪ سوائي پير‘ جي مزار هڪ ڪٺهڙي ۾ موجود آهي. هن بابت روايت آهي ته سندس حيثيت زرخيزي ۽ مال جي ديوتا واري هئي. آثارن مان معلوم ٿئي ٿو ته هن علائقي ۾ هيءَ ميانوال تحريڪ جو مقرر ڪو اهم فقير هو. جيڪو ڪتو پائيندو هو. هن درويش جي نالي سان جبل جي هن حصي جو نالو ئي ’سنبڪ‘ پئجي ويو آهي. هن بزرگ جي مزار جي مرمت هندو عقيدتمند ڪرائيندا آهن. قبرستان ۾ گهاڙيون ڊٺل ۽ ڪنڊر بنيل آهن. جڏهن ته مٿن اُڪرجو ڏاڍو نفيس ڪم ٿيل آهي.

**پير سومرو**[1]: ضلعي نوشهري فيروز ۾ پريا روڊ اسٽيشن کان ڏيڍ ڪلوميٽر اتر طرف نصرت ڪئنال جي پر ۾ اوپر طرف پير سومري نالي ڪنهن آڳاٽي زماني جي هڪ بزرگ جي مزار آهي. سندس مزار سان گڏ ٻيون به ڪافي تربتون موجود آهن. ويهه سال اڳ هن جاءِ تي ڪنڊين ۽ ڪبڙن جو گهاٽو جهنگ هو مزار جي ويجهو الهندي پاسي پير سومري جي نسبت سان حال حيات صوفي بزرگ ۽ مشهور شاعر ياسين ڪيريي المعروف ’عاشق سائين‘ جي لانڍي آهي، جتي عقيدتمندن جي هميشه آمد رهي ٿي. عاشق سائينءَ جي شاعريءَ ۾ مجاز کان سواءِ رندي ڪيفيت ۽ مستيءَ جو رنگ موجود آهي، جنهن ۾ وحدت الوجود جي نظريي جي اپٽار آهي. هر مهيني چنڊ جي چوڏهين تاريخ هتي راڳ رنگ جي محفل ٿيندي آهي، جنهن ۾ علائقي جي فنڪارن کان سواءِ سنڌ جا ڪيترائي راڳي اچي حاضري ڀريندا آهن.

**پير سومرو**[2]: پير سومري جي نالي سان هڪ ٻيو درويش ضلعي ٺٽي جي جاتي شهر کان ڏهه ميل پري دفن ٿيل آهي. روايت آهي ته هيءُ درويش ڪڇ کان هتي پهتو هو. سندس مزار تي هر سال ڊسمبر مهيني ۾ ميلو لڳندو آهي.

**پير شاهه**: پير شاهه، سيد صلاح الدين جو فرزند هو. جيڪو لڪياري سيدن مان هو. تحفة الڪرام ۾ مير علي شير قانع ٺٽويءَ ڄاڻايو آهي ته: ”مير صلاح الدين لڪعلويءَ کان پوءِ سندس وڏو پٽ سيد پير شاهه درگاهه جو سجاده نشين ٿيو. هي وڏو درويش ۽ رياضت جو صاحب هو. سڄي رات عبادت ۾ مشغول رهندو هو. پير شاهه هر روز غسل ڪندو هو. چاهي گرمي هجي يا سيارو. سنڌ جي حاڪم ميان نور محمد ڪلهوڙي ڏاڍيءَ سڪ سان سندس زيارت جي درخواست ڪئي، پر پير شاهه قبول نه ڪئي. نيٺ ميان نور محمد سندس خدمت ۾ هليو آيو. ان تي ٻين سيدن ۽ خادمن ميان نور محمد خان کي وڏيءَ منٿ ميڙ سان سان واپس ڪيو. سيد پير شاهه اهو لقاءُ ڏسي چوڻ لڳو ته هاڻي دنيا ۾ رهڻ چڱائي نه آهي ۽ جلد ئي (ڪجهه ڏينهن اندر) وفات ڪري ويو.“

خبر پوي ٿي ته سيد پير شاهه جي حڪمرانن سان نه پوندي هئي، ۽ پنهنجن معاملن ۾ حاڪمن جي مداخلت پسند نه ڪندو هو.

**پير شاهه صفي الله ’عاشق‘**: هيءُ درويش، شاهه نصير نوشهري فيروز واري جو پٽ هو. جيڪو پنهنجي وقت جو صاحب ڪرامت ۽ صوفي متي وارو بزرگ ٿي گذريو آهي. سندس جنم 1863ع ۾ ٿيو. روحانيت ۽ وحدانيت جو وڏو مبلغ هو. علم طب ۾ به وڏي مهارت هئس. سندس مريدن ۽ معتقدن جو هڪ وڏو سلسلو آهي. فقير هدايت علي نجفي ۽ شيام جٿسنگهاڻي به سندس مريد ۽ طالب هئا. فارسي ۽ سنڌيءَ ۾ شاعري ڪندو هو. تخلص ’عاشق‘ استعمال ڪندو هو. سندس شاعريءَ ۾ مجازي محبت ۽ عشق حقيقي جو عنصر سمايل آهي.

پير صفي الله 1928ع ۾ وفات ڪئي.

**پير شاهه قادري بديڻائي**: پير شاهه قادريءَ جو اصل نالو پير شهاب الدين احمد بن عمران هو. هن جي ڏهين پيڙهي، پيران پير حضرت عبدالقادر جيلانيءَ سان ملي ٿي. پير صاحب جي شادي بدين جي حاڪم جي ڌيءَ سان ٿيل هئي. هيءُ ننڍپڻ کان ئي نيڪ خيال ۽ مهذب ماڻهو هو. هن بزرگ 19 رمضان 1194هه/1780ع ڌاري وفات ڪئي. سندس مزار بدين شهر ۾ آهي. سندس سجاده نشينن ۾ پير عالي شاهه جيلانيءَ جي شخصيت مشهور ٿي گذري آهي.

**پير شاهه ’ڪوثر‘**: حاجي پير شاهه ولد مهر شاهه رضوي ساهپوٽو، مبين شاهه عنايت جي اولاد مان هو. پهريائين ميرپورخاص کان چار ميل پري، سنگهڙيءَ لڳ، مجري واهه تي ويٺل هو. پر پوءِ لڏي وڃي عمرڪوٽ جي ديهه هيدي ۾، هاڪڙي ڍوري جي ڪپ تي، پنهنجي زمين تي ويٺو. 1958ع ڌاري 85 سالن جي عمر ۾ وفات ڪيائين. هن ڪافيون، مداحون ۽ مولود چيا آهن. سندس چيل مداحن، مولودن ۽ ڪافين جو هڪ مجموعو 1916ع ۾ شايع ٿيو جنهن ۾ 21 ڪافيون شامل هيون. شاعريءَ ۾ ’ڪوثر‘ تخلص ڪم آڻيندو هو.

**پير، شاهه مراد**: پير شاهه مراد جو اصل نالو سيد محمد حسين شيرازي هو. هن 831هه/ 1427ع ڌاري جنم ورتو. هن جي جمڻ وقت سنڌ جو حڪمران ڄام سڪندر سمون هو. هن لاءِ روايتون آهن ته ڄمڻ بعد هن اکيون نه ٿي کوليون. نيٺ شيخ عيسيٰ جي اچڻ بعد اکيون کُليس. اڳتي هلي هن شيخ صدرالدين ۽ شيخ عيسيٰ جي صحبت ۾ وقت گذاريو. هن جي هوندي سيد علي ثاني ڄائو ۽ هن کيس وڏي ڄمار جي دعا ڪئي هئس. هن ڪيترائي چلا ڪٽيا ۽ رياضتون ڪيون ۽ معرفت کان ٿيندي حقيقت جي منزل کي رسيو هيءُ 62 سالن جي ڄمار ۾ 883هه مطابق 1478ع ۾ وفات ڪري ويو. هن نيڪ بخت جي جنازي جي نماز ٺٽو ڪي سنڌ جي حڪمران ڄام نندي پڙهائي. هيءُ شيرازين جي قبرستان مڪليءَ ۾ دفن ٿيل آهي.

**پير شاهنواز شاهه 'عارف المولىٰ'**: مشهور شاعر عارف المولىٰ جو مڪمل نالو پير شاهنواز شاهه ولد ڏنل شاهه هو جنهن 1922ع ۾ ڳوٺ سبحان علي شاهه لڳ ڊنڙي تعلقي شهدادپور ۾ جنم ورتو. ڊنڙي ۾ درگاهه سان گڏ مدرسو قائم هو جنهن ۾ قرآن، تفسير، فقه توڙي ٻين علمن جي تعليم ڏيڻ لاءِ عالم موجود هوندا هئا. عارف المولىٰ به هن مدرسي پڙهيو ۽ عربي توڙي فارسيءَ جي تعليم ورتائين. ڪيس پنهنجو ڪتب خانو به هو. هن پهرين شادي ساداتن مان



ڪئي ۽ ٻي پيار جي شادي ٻاهران ڪيائين. ٻنهي گهرن مان ڪيس اولاد ٿيو. سنڌس هڪ فرزند فتح محمد شاهه عاشق المولىٰ جوانيءَ ۾ گذاري ويو. عارف المولىٰ راڳ ويراڳ جو وڏو شوقين هو ۽ سنڌس اُستاد منظور علي خان سان راڳ ۾ قرب جو گهرو رشتو هو.

عارف المولىٰ بهترين عوامي شاعر هو. هن جي ذات ۽ ڪلام ۾ مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ جي مهر نظر نوان رنگ پري ڇڏيا. عارف المولىٰ جي ڪلام ۾ بيتن ۽ ڪافين کان سواءِ نظم، غزل، مثنويون ۽ گيت شامل آهن. هن جي ڪلام جو هڪ مجموعو 'ڪشتي منجهه ڪَٺا' (1994ع) ڇپيل آهي. ان کان سواءِ هن ڪلاسيڪي شاعر حسن بخش شاهه ڊنڙي واري جو ڪلام 'ڪلام حسن بخش شاهه' به ترتيب ڏنو هو. جيڪو ڪراؤن سائيز ۾ سنڌي ادبي بورڊ 1967ع ۾ ڇاپيو هو. عارف المولىٰ جو ڪلام نهايت پختو آهي ۽ پنهنجي دؤر جي نمائندگي ڪري ٿو هن عروضي ڪلام ۾ حمد خوبصورت انداز ۽ اسلوب ۾ لکيا آهن. هن ڪيترا گيت به لکيا آهن، جن ۾ عوامي رنگ آهي. سنڌ جي هن بهترين شاعر جي وفات 31 مئي 1978ع تي ڪار حادثي ۾ ٿي.

**پير شهاب الدين لڪياري**: سيد شهاب الدين شاهه لڪياري هالاڻيءَ جي تاريخي شهر ۾ 1868ع ڌاري پيدا ٿيو. سنڌس والد جو نالو سيد فتح علي شاهه هو. ابتدا ۾ عربي ۽ فارسي جو مطالعو هالاڻيءَ واري مولوي عبدالله وٽ ڪيائين. تنهن کان پوءِ ڪجهه وقت مولوي غلام محمد مهيسر (ڳوٺ ڪمال ديرو، گنبٽ) وٽ عربي ۽ فارسيءَ جو اڀياس ڪيائين، نون مهينن جي بيماري سبب 1925ع ۾ وفات ڪري ويو.

**پير شهبازي**: ضلعي خيرپور، تعلقي ڪنگريءَ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هي ڳوٺ موجود آهن:

مگٽيجا، لاکا، وريام خان، جان محمد ٽنيو صالح ٽنيو ڀيلو ٽنيو ڳوٺ طاهر، گابر ميتلو وڏيل ميتلو ڊکڻ ميتلو جمعو ميتلو ۽ پير شهبازي.

**پير شيخ جيئو**: پير شيخ جيئو ولد شيخ نعمت الله شيخ بهاؤ الدين زڪريا ملتانيءَ جي اولاد مان ۽ سهروردي مشائخن ۽ برک بزرگن مان هڪ هو. پاڻ مڪليءَ جي وڏن اهل الله مان هڪ آهي. ولايت ۽ عرفان جي ڪمال سبب 'چراغ ڪلي' جي لقب سان مشهور آهي. سنڌي ۾ شيخ جيئو مڪليءَ جو ڏيئو سڏيو وڃي ٿو. شيخ جيئو جي مزار مٿان بلند ديوارن جو مقبرو آهي. ڇت مٿان گنبذ آهن. ڏکڻ کان ڪاٺ جو داخلي دروازو آهي. مقبري ۾ اندر ڪافي قبرون آهن. جن مان ڏاکڻي طرف کان شيخ جي مزار ٻين کان ٿورو جدا آهي.

**پير صالح شاهه جو مدرسو**: هي مدرسو پير صالح شاهه اول بن احمد شاهه تيرهين صديءَ ۾ راڻيپور ۾ شروع ڪيو. سيد ابو محمد شاهه ثاني ولد غلام محي الدين شاهه جيلاني (وفات 1935ع) ۽ آخوند ڇٽي ڄامڙي هن مدرسي ۾ تعليم حاصل ڪئي. مولانا محمد لغاري پڻ هن مدرسي ۾ پيرن جي صاحبزادن کي تعليم ڏني.

**پير صدرالدين**: پير صدرالدين، سومرن جي آخري ۽ سمن جي اوائلي دؤر جو اسماعيلي سلسلي جو صوفي درويش ۽ وڏو داعي ٿي گذريو آهي. پير صدرالدين جي ڪلام جي تفصيلي مطالعي ۽ گنانن جي اڀياس مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته سنڌس ولادت قديم سنڌ ۾ ٿي هئي. سنڌس شجرو، ملتان ۾ قائم درگاهه شير علي اڪبر جي گنبذ جي چوڌاري، ٻاهرئين پاسي ڪاشيءَ جي سرن تي لکيل آهي، جو هن ريت آهي: "پير صدرالدين بن پير صاحب الدين عرف شهاب الدين بن پير نصيرالدين بن پير شمس الدين سبزواري ملتاني بن پير صلاح الدين بن پير صالح الدين عرف محمد نور بخش بن پير علي سلام الدين عرف اسلام شاهه بن پير عبدالمؤمن عرف مشتاق شاهه بن پير علي خالق الدين شاهه بن پير محب الدين بن پير محمود بن پير محمد معصوم بن پير هاشم شاهه بن پير احمد هادي عرف مستنصر بالله بن پير عبدالمجيد شاهه بن پير غالب الدين عرف غالب شاهه بن پير محمد منصور بن پير امام الدين عرف اسماعيل شاهه (ثاني) بن پير محمد نور الدين شاهه بن پير امير احمد شاهه عرف امام جعفر الصادق عليه السلام."

پير صاحب جي ولادت لاءِ ڌار ڌار رايا ملن ٿا. گلزار شمس تبريزيءَ مطابق سنڌس ولادت 2 ربيع الاول 650هه/13 مئي 1252ع تي سومر جي ڏينهن ٿي. 'تواريخ پير' جو حوالو ڏيندي، لاکاڻي صاحب به ساڳيو سال يعني 650هه/ 1252ع ٻڌايو آهي. جڏهن ته علي محمد چنارا، 2 ربيع الاول 700هه/ 1300ع ۽ ڊاڪٽر آئيونوف، هڪ شجري جي آڌار تي 689هه /1290ع بيان ڪيو آهي. آئيونوف جو رايو وڌيڪ وزندار لڳي ٿو. پير صدرالدين جي وفات جو سن 1409ع ٻڌايو وڃي ٿو.

پير صدرالدين کي سيد الشهداء، حاجي بابا، صدر شاهه، پير سلامت، ستگر، سئو ڏيو، مخدوم ٻارهه گُر ۽ گُرهريش چندر کان سواءِ سيد صدرالدين جيبي، وصي محمد ۽ حاجي صدر شاهه پڻ سڏيو ويندو آهي. سنڌس اصل نالو

محمد صدرالدين هو. شجاع الملڪ موجب ڪيس سيد محمود ثاني به چيو ويندو هو. جيئن ته پير صاحب ڪيترائي حج ڪيا هئا، تنهنڪري ڪيس حاجي صدرالدين پڻ سڏيو ويندو هو. هن ٻارهن قبيلن کي اسلام ۾ اسماعيلي فرقي جي عقيدي تي آندو هو ان ڪري ڪيس ’ٻارهه گر‘ به سڏيو ويو آهي. پير صدرالدين کي اسماعيلي عقيدي جي ٽيهين امام، سيدنا اسلام شاهه (740هه/1339ع -827 هه/ 1423ع) سنڌ ۽ هند ۾ اسماعيلي دعوت پکيڙڻ لاءِ پير مقرر ڪيو هو ۽ اهڙيءَ طرح هن پنهنجي ڏاڏي پير شمس سبزواريءَ ملتانيءَ جي دعوت جي ڪم کي اڳتي وڌايو. جڏهن ته هو ساڻس گڏجي سنڌ، پنجاب ۽ راجستان جي سفر تي به ويو. سندس والد پير شهاب الدين جي وفات کان پوءِ ڪيس پير يعني ’داعي‘ مقرر ڪيو ويو. سنڌ، ملتان، ڪشمير، پنجاب، راجستان ۽ گجرات کان سواءِ ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ ۾ به دعوت عام ڪيائين. ان وقت ۾ پهرين سومرن ۽ پوءِ سمن (752هه/1351ع) حڪومت جون واڳون سنڀاليون هيون.

پير صدرالدين قرآن پاڪ ۽ حديث شريف کان سواءِ هندومت جي ويدن ۽ ويدانيت جو به مطالعو ڪيو هو. سندس دعوت جو مرڪز اُچ شريف هو، پر ملتان کان وٺي هيٺ سڄو سرائڪي خطو سنڌ، گجرات، ڪڇ، ڪاٺياواڙ ۽ راجستان ۾ به سندس اثر رهيو. پير صاحب سنڌي، ڪڇي، گجراتي، هندي، پوربي ۽ ٻين ٻولين ۾ گنان چيا آهن. پير صاحب نو مسلم خواجن کي ديني تعليم ڏيڻ لاءِ هڪ رٿا ٺاهي ۽ لوهاڻڪي سنڌي رسم الخط ۾ تبديلي آڻي، ان جو نالو ’چاليهه اکري‘ رکيائين، جيڪا خواجڪي سنڌي رسم الخط جي نالي سان اڄ به رائج آهي. ان حوالي سان ڪيس خواجڪي سنڌي ’رسم الخط‘ جو باني سڏي سگهجي ٿو. پير صاحب علم ادب جو وڏو سرمايو ڇڏيو، جنهن جو ڪجهه تفصيل هن ريت آهي:

(1) **ٻوجهه نرنجن (خدا جي ڄاڻ ۽ ان سان واقفيت):** هن ڪتاب ۾ الاهي جوت جي ڳولا ڪرڻ وارن لاءِ واٽن ۽ معنائن جو ذڪر آهي، جنهن ۾ اسلامي تصوف ۽ هندي تصوف جي اصطلاحن کي ڪم آندو ويو آهي. گنانن جو هي مجموعو تصوف ۽ معرفت جي موضوع تي آهي.

(2) **آراڌ (پوڄا يا عبادت):** هيءُ مسودو نثر ۾ آهي. شروع ۾ حمد باري تعاليٰ آهي، ان کان پوءِ حضرت علي عليه السلام جي شان مدح ڏنل آهي.

(3) **ونود (سچي راحت يا خوشي):** هن ڪتابڙي ۾ 22 گنان آهن، جن ۾ خدا جي ثنا ۽ حضرت علي عليه السلام جو شان ۾ بيان ڪيل آهي.

(4) **اٿرويد:** هندن جي چئن ويدن مان آخري ”اٿرويد“ جي هڪ سمجهاڻي بيان ڪئي وئي آهي، جنهن ۾ خاص طور نڪلنڪ جي رسم به آهي. هي نثر ۾ يارهن پاڻن تي مشتمل آهي.

(5) **گرياولي ننڍي (ڳجهه):** هي ڪتاب دنيا ۽ ان جي موجودات بابت سوالن جوابن ۾، نثر ۾ آهي. ان ۾ ماءُ جي پيٽ ۾ ٻار جي افزائش بابت بيان آهي.

(6) **صورت سماچار (صورت بابت ڄاڻ يا سمجهاڻي):** هي ڪتاب نثر ۾ آهي.

(7) **گنان:** سندن 250 کان وڌيڪ گنان ملن ٿا، جيڪي اخلاق، نيڪي، بندگي، مذهبي حقن جي پوئواريءَ ۽ مذهبي وارتائن تي مشتمل آهن. سندس گنانن ۾ سولائيءَ خاطر سنڌي، هندي، سنسڪرت، سرائڪي، پنجابي ۽ گجراتي ٻولين جي آميزش ڪئي وئي آهي.

**پير ضياءُ الدين شاهه راشدي:** تحريڪ آزاديءَ جو نامور سياسي اڳواڻ پير ضياءُ الدين شاهه راشدي ولد پير رشدالله شاهه راشدي 27 رجب 1304هه مطابق 20 جون 1887ع تي ڳوٺ پير جهنڊو، تعلقي هالا ضلعي حيدرآباد (هاڻي مٽياري) ۾ ڄائو. پنهنجي ڳوٺ واري مدرسي دارالرشاد مان مولانا عبيدالله سنڌيءَ، مولانا نجم الدين، مولانا محمد صاحب احمداڻي، مولانا عبدالله لغاري ۽ حافظ امين محمد ڪڇيءَ کان پڙهي دستاربند ٿيو. سندس والد جي وفات کان پوءِ ڀائرن جا پاڻ ۾ گادي نشينيءَ تان اختلاف ٿي پيا، جنهنڪري هو پنهنجي زمين تي ڳوٺ نئون ڪيريو تعلقي سڪرنڊ ۾ وڃي رهيو. هن ڪجهه وقت کان پوءِ مدرسي لاءِ حڪومت کي درخواست ڪئي، جنهن 1937ع ۾ سندس ئي حق ۾ فيصلو ڏنو. ان کان پوءِ هو واپس پنهنجي ڳوٺ جهنڊي ۾ اچي گادي نشين ٿيو ۽ مدرسي کي نئين سر تعمير ڪرائي علم جو فيض جاري رکيائين. سياسي تربيت پنهنجي والد ۽ پنهنجي استاد ۽ انقلابي اڳواڻ مولانا عبيدالله سنڌيءَ کان حاصل ڪيائين. جڏهن ’خلافت تحريڪ‘ جو آغاز ٿيو ته نه صرف ان ۾ عملي شرڪت ڪيائين، پر خلافتي عالمن طرفان جاري ڪيل ڪيترين فتوائن جي تصديق به ڪيائين. ان کان سواءِ تحريڪ کي ڪامياب بنائڻ لاءِ مالي مدد پڻ ڪيائين. تحريڪ خلافت جي ختم ٿيڻ کان پوءِ پير صاحب ’جمعيت العلماءِ‘ ۾ شموليت ڪري وطن جي آزاديءَ لاءِ جاکوڙ ڪئي، هن بيت الحڪمت جي درس مان فيضياب ٿيڻ سان گڏوگڏ ’جمنا، نربدا، سنڌ ساگر پارٽيءَ‘ ۾ شريڪ ٿي پنهنجون سياسي سرگرميون جاري رکيون.

پير صاحب 15 فيبروري 1957ع تي وفات ڪئي.

**پير عالي:** پير عالي حضرت شيخ بهاءُ الدين زڪريا ملتانيءَ جي اولاد مان هو. ترخاني عهد 962هه بمطابق 1554ع کان 1000هه بمطابق 1591ع ۾ سفر ڪندي ٺٽي اچي پهتو. تحفة الڪرام جي روايت آهي ته: پاڻ سيد علي ثاني شيرازيءَ جي باغ ۾ وڻ هيٺان اچي ويهي رهيو. شام جو مالهي کوهه مان ڏاند ڇوڙي گهر هليو ويو. ليڪن پير عاليءَ جي نظر ڪرم سان، نار پوءِ به هلندو رهيو ۽ پوري رات باغ کي پاڻي ايندو رهيو. سيد عليءَ 981هه بمطابق 1573ع) تائين اها حقيقت پهتي، ته هو راز سمجهي ويو ۽ پاڻ هلي اچي پير عاليءَ وٽ پهتو. ٻنهي هڪ ٻئي کي ڏٺو، هڪ ٻئي کي پرکيو ۽ گهڻي دير تائين پاڻ ۾ رهاڻ ڪندا رهيا. پير عالي ان کان پوءِ ڪيڏانهن به نه ويو ۽ مستقل رهائش ٺٽي ۾ اختيار ڪيائين. شادي به ڪيائين جنهن مان ڪيس چار فرزند ٿيا. (1) ابو محمد، (2) صالح محمد معروف فاضل محمد، (3) ولي محمد ۽ (4) محمد فاضل. پهريان ٽي پٽ سندس جيئري ئي جهان ڇڏي ويا، چوٿون پٽ محمد فاضل ڪانئس پوءِ مسند تي ويٺو ۽ هڪ ڪامل بزرگ ٿيو هن بزرگ سيد عليءَ جي پٽ سيد جلال سان ساڳي ميٺ ۽ محبت قائم رکي، جهڙي سندس بزرگن جي وچ ۾ هئي. سيد عليءَ جو انتقال 981هه بمطابق 1573ع ۾ ٿيو. ترخانن جو دور 962هه بمطابق 1584ع کان شروع ٿئي ٿو ان مان معلوم ٿئي ٿو ته پير عالي، سيد علي جي وفات کان اڳ ڪي سال هتي آيو هوندو. امڪان آهي ته ميرزا عيسيٰ جي ابتدائي دور ۾ آيو هجي.

پير عاليءَ جي وفات جي سال جي به ڄاڻ نه آهي. هڪ دستخطي بياض ۾ سندس وصال جو سال 998 هه بمطابق 1589ع ڄاڻايل آهي، جيڪو سال

ترخان دور جي آخري ڏينهن جو آهي. ميرزا جاني بيگ ان وقت حاڪم هو ۽ هڪ سال کان پوءِ يعني 999هہ بمطابق 1590ع ۾ اڪبر بادشاهہ سنڌ مٿان ڪاهي آيو. مڪليءَ تي جنهن هنڌ سندس قبر آهي، انهيءَ جاءِ تي عبادت ۽ رياضت جو آستان هو. قبرستان هن وقت ويران نظر اچي ٿو ۽ هي آستان مڪلي قبرستان جي ڏاکڻي حصي ۾ آهي، عيدگاهہ کان هڪ ميل اولهہ طرف اچبو تہ پهريون ميڪرا ڍنڍ جو هيٺاهون پيٽ نظر ايندو. ان کان ٽپي مٿي اچبو تہ ميڪرا ڍنڍ جي ڪنڌيءَ کان اولهہ طرف قبرستان آهي. ڍنڍ قبرستان جي اتر کان شروع ٿي اوير کان ٿيندي ڏکڻ ۾ وڃي ڪلان ڪوٽ واريءَ ڍنڍ سان ملي ٿي. قبرستان جي ايراضي ٻن حصن ۾ ورهايل آهي، ڏکڻ کان داخل ٿبو تہ پهريون حصو ايندو، جنهن ۾ مسافرن، زيارتين ۽ ميلي وارن لاءِ ڪچيون اوطاقون ورانڊن جي نموني ٺهيل آهن. وچ تي ڪشادو اڳڻ آهي، جنهن ۾ روڻ هينان پاڻيءَ جا مٽ رکيا آهن. اوطارن ۽ اولاهن ورانڊن کي وچ تان سنهي گهٽي هڪ ٻئي کان جدا ڪري ٿي. اها گهٽي لنگهي ٻئي حصي ۾ داخل ٿبو، جيڪو حصو قبرستان جو آهي. جيئن گهٽيءَ مان ٻاهر ٿبو تہ سامهون هڪ ڪچي ٿلهي تي ڪيترين قبرن جي وچ ۾ پير عاليءَ جي قبر نمايان نظر ايندي. جيڪا ڪچي آهي ۽ پڪين سرن جي ٽوٽن ۽ پٿر جي ٽڪرن سان ڍڪيل آهي. چيو وڃي ٿو تہ ڪچيءَ قبر ناهڻ لاءِ خود پير صاحب جو پنهنجو حڪم هو. ٺٺهڪري قبرستان جون سيئي قبرون اهڙيءَ طرح ڪچيون آهن. ساڳيءَ ريت ٿلهو بہ ڪچو آهي.

مڪليءَ جي جنهن جاءِ تي پير عاليءَ جي قبر آهي اتي ئي سندس آستانو هو، اتي هر جمعي رات سماع جي محفل ٿيندي آهي.

**پير عباس علي شاهہ وارو نسخو:** شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي رسالي جو هيءُ نسخو انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي (سنڌ يونيورسٽيءَ) ۾ محفوظ آهي. هي اڌورو ۽ ناقص نسخو آهي ۽ اڳيان پويان ڦاٽل آهي. ان جا فقط 103 ورق وڃي بچيا آهن. هي نسخو سر ڪلياڻ سان شروع ٿئي ٿو. پرورقن ضايع ٿيڻ سبب ڪلياڻ، يمن ۽ ڪنيات ٽيئي سُر اڌورا آهن. ان بعد سري راڳ، سامونڊي، سهڻي، سارنگ، ڪيڏارو، آبري، معذوري ۽ ديسي اٺ سُر تقريباً سربستا ڏنل آهن. سسئيءَ جي چوٿين سر ڪوهياريءَ جا فقط ٻہ داستان موجود آهن ۽ ان کان پوءِ وري رسالي جو باقي حصو ضايع ٿيل آهي. اصل ورقن تي ڪاتب جي ڏنل نمبرن مطابق (سر ڪوهياري، داستان ٻئي جي آخر تائين) 262 صفحا آهن، پر هن وقت 204 صفحا موجود آهن، جن ۾ 1012 بيت ۽ 86 وايون شامل آهن. سنڌي الف، بي جي موجوده صورتخطيءَ مان اندازو ٿئي ٿو تہ هيءُ نسخو ويجهي پوئين دور ۾ نقل ڪيو ويو هو. ڪاتب نهايت ئي خوشخط هو ۽ ڪن حرفن (ٽ، ڄ، ڙ، ڦ، ڪ، گ ۽ ن) لاءِ پنهنجي طرفان سهٽائيءَ خاطر ڪي خاص صورتون قائم ڪيون اٿس.

**پير عبدالحئي نقشبندي:** پير ميان عبدالحئي نقشبندي نوشهري فيروز وارو، پير شهاب الدين 'سير ڏٺيءَ' جو فرزند هو 'سير ڏٺي' جي وفات کان پوءِ سلوڪ جي مسند تي ويٺو. پاڻ وڏو روحانيت جو صاحب، ولي ڪامل ۽ تصوف ۾ يگانو عالم ۽ خدا پرست هو. نادر شاهہ ايرانيءَ جي حملي وقت پاڻ ننڍيءَ عمر جو هو. نادر شاهہ، نوشهري فيروز تي حملو ڪري اچي شهر کي لٽيو هو پير عبدالحئي انهيءَ ظالم جي فوجين کي اڪين سان ڏٺو هو پاڻ جوانيءَ ۾ جهوڪ ميران پور جي مشهور بزرگ پير فضل الله قلندر جو مريد ٿيو. سندس روحاني منزلون اعليٰ هيون. سنڌ جو مشهور صوفي شاعر فقير خوش خبر محمد هيسباڻي سندس معتقد ۽ مريد هو علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي هن بزرگ جي باري ۾ لکي ٿو تہ: "مخدوم عبدالحئي ڪامل بزرگن مان هو. وڏو زاهد، تقويٰ وارو، متشرع ۽ گوشہ نشين بزرگ هو. ذڪر خدا جي فيض جو صاحب هو سندس مريدن ذڪر مان گهڻو نفعو پرايو آهي. هيءُ بزرگ نقشبندي طريقي جو هو."

**پير عبدالرحمان:** وڏو مذهبي عالم ۽ پاڪستان جي تحريڪ جو اڳواڻ، پير عبدالرحمان 1892ع ڏاري پرچونڊي شريف، ضلعي سکر ۾ پيدا ٿيو. قرآن پاڪ جي تحصيل کان پوءِ مولانا سراج احمد خانپوريءَ کان نحو ۽ فقهہ جا ڪتاب پڙهيائين. باقي تعليم ميانواليءَ جي مولانا عبدالڪريم کان حاصل ڪيائين. هن انگريزن خلاف تحريڪ ۾ هر ممڪن حصو ورتو. سندس ڏاڏو حافظ محمد صديق علمي بصيرت رکندڙ برک عالم هو. جنهن وٽان مولانا تاج محمود امروٽيءَ ۽ مولانا عبيدالله سنڌيءَ جهڙن بزرگن بہ فيض حاصل ڪيو هو. ان ڪري هن بہ 1925ع ۾ مسند نشينيءَ کان پوءِ سنڌ جي سيني وڏن شهرن ۾ وعظ ڪري اسلامي تعليم پکيڙڻ جي ڪوشش ڪئي. ان مقصد لاءِ هن پير علي محمد شاهہ راشدي، جي. ايم. سيد، خان بهادر محمد ايوب کهڙي ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ سان بہ ملاقات ڪئي. 17 اپريل 1946ع تي آل انڊيا سُني ڪانفرنس بنارس ۾ منعقد ٿي تہ ان ۾ پنهنجي 150 مريدن سان گڏ شرڪت ڪيائين. مسجد منزل گاهہ سکر واري واقعي ۾ ڀرپور حصو ورتائين ۽ ان سلسلي ۾ گرفتار بہ ٿيو هو.

پير عبدالرحمان 30 اپريل 1960ع تي وفات ڪئي.

**پير عبدالستار جان سرهندي:** پير عبدالستار جان خواجہ محمد حسن جان<sup></sup> سرهنديءَ جو ٻيو نمبر فرزند هو. جيڪو 1311هہ/ 1893ع ۾ ضلعي حيدرآباد (هاڻي ٽنڊي محمد خان) جي موجوده ٽکڙ ڳوٺ ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم ٽکڙ ۾ علامہ حافظ محمد يوسف وٽان حاصل ڪيائين. ٽنڊي سائينداد ۾ بہ پڙهيو. ننڍپڻ کان ئي ذهين ۽ تيز فهم هو. کيس سير ۽ سياحت جو ڏاڍو شوق هو ۽ ڪافي اسلامي ملڪن جو سير ڪيائين. کيس نين ٻولين سکڻ جو ڏاڍو شوق هو ۽ پاڻ سنڌيءَ کان سواءِ اردو، پارسي، عربي ۽ پشتو ٻوليون سٺي نموني ڄاڻندو هو. کيس عالمِ اسلام سان ڏاڍي محبت هئي. جڏهن عربستان ۾ ڏڪار پيو تہ هتان سنڌ مان، هزارين مڻ اناج ۽ هزارين رپيا چندو گڏ ڪري موڪليائين. کيس شاعريءَ سان بہ شوق هو. سندس ڪوششن سان ٽنڊي سائينداد ۾ هڪ 'انجمن الشعراءُ' برپا ٿي، جتي هر هفتي مشاعرا ٿيندا هئا. سندس ڪلام تخيل سان ڀرپور ۽ نهايت رواں آهي. ڪافيءَ جي صنف تي وڌيڪ طبع آزمائي ڪئي اٿائين.

**پير علي بخش شاهہ 'علڻ' ڀٽائي:** پير علي بخش شاهہ عرف علڻ سائين ولد پير لطف علي شاهہ، ڀٽ شاهہ جو رهاڪو هو. سندس نسب جو

سلسلو حضرت امام موسيٰ ڪاظم عليه السّلام سان ملي ٿو سندس مسند نشيني 1899ع/1900ع ۾ ٿي، ابتدائي تعليم بعد فارسيءَ ۾ به چڱي مهارت حاصل ڪيائين. پاڻ نهايت بااخلاق، باتهذيب ۽ فقير صورت هو ننڍي هوندي کان ئي فقيريءَ ڏي لاڙو رکندڙ هو. هن جا رات ۽ ڏينهن خاص عبادت الاهي لاءِ وقف ڪيل هئا. هر جمعي جي رات، شاهه جي راڳيندڙ فقيرن سان گڏ پاڻ به راڳ ڳائيندو هو.

سندس وصال 14 محرم 1352هه/ 18 مئي 1933ع ۾ ٿيو.

**پير علي محمد شاهه راشدي:** پير علي محمد شاهه راشدي، پير محمد راشد روضي ڌڻيءَ جي اولاد ’راشدي‘ پيرن مان، پير حسام الدين راشديءَ جو وڏو ڀاءُ ۽ سيد حامد شاهه راشديءَ جو فرزند هو. 5 آگسٽ 1905ع تي ضلعي لاڙڪاڻي جي ڳوٺ ’بهمڻ‘ ۾ پيدا ٿيو. هن سنڌي چار درجا پنهنجي ڳوٺ واري اسڪول مان پاس ڪيا ۽ انگريزي تعليم، ماستر محمد رفيق کان ۽ ان کان پوءِ نصرت اسٽيشن جي اسٽيشن ماسٽر وٽان حاصل ڪيائين.



پير علي محمد شاهه راشدي، ڪنهن اسڪول ۽ ڪاليج ۾ باقاعدي تعليم حاصل نه ڪئي هئي، پر خانگي طرح علم حاصل ڪري وڏو عالم بڻيو. پير صاحب ننڍي عمر کان ئي صحافت ۽ ادب سان لاڳاپيل رهيو. 1920ع ۾ جڏهن سندس عمر اجا رڳو 15 سال هئي، اخبارن ۾ مضمون لکڻ جي شروعات ڪيائين. 1924ع ۾ صحافتي زندگيءَ جو آغاز روزاني ’سنڌ نيوز‘ اخبار سان ڪيائين، جيڪا ڪراچيءَ مان نڪرندي هئي. شروع ۾ شاعري به ڪيائين. ڊسمبر 1924ع ۾ سنڌ تعليمي ڪانفرنس حيدرآباد ۾ حصو ورتائين. 1925ع کان 1929ع تائين هفتيوار ’الحزب‘ جاري ڪيائين ۽ ان جو ايڊيٽر رهيو. پير صاحب 1926ع کان 1931ع تائين سنڌ محمدن ايسوسيئيشن جو سرگرم ميمبر رهيو، جيڪا سنڌ جي مسلمانن جي اڪيلي سياسي تنظيم هئي. ان دوران ائسوسيئيشن جي سيڪريٽريءَ جي حيثيت سان فرض سرانجام ڏنائين. تنظيم جو صدر سر شاهنواز ڀٽو هو. جڏهن سکر مان ’الامين‘ اخبار جاري ٿي ته هي ان جو ايڊيٽر (1925ع کان 1928ع تائين) ٿيو. 1927ع کان 1932ع تائين پير صاحب، محمد ايوب کهڙي جيَ سيڪريٽريءَ جا فرض سرانجام ڏنا ۽ سنڌ کي بمبئيءَ کان الڳ ڪرڻ جي ڪوشش ۾ حصو ورتائين. 1929ع ۾ سکر مان نڪرندڙ اخبار ’سنڌ زميندار‘ جو ايڊيٽر مقرر ٿيو. 1930ع ۾ ڊسٽرڪٽ لوڪل بورڊ لاڙڪاڻي جو ميمبر چونڊيو. هن 1933ع ۾ روزاني اخبار ’ستاره سنڌ‘ جي نالي سان ڪراچيءَ مان جاري ڪئي. اهڙيءَ طرح هن 1936ع ۾ ’صبح سنڌ‘ نالي سان هڪ ٻي روزاني اخبار به ڪراچيءَ مان جاري ڪئي. 1938ع ۾ ماهوار ’الراشد‘ جو ايڊيٽر مقرر ٿيو جيڪو مولانا ابوالڪلام آزاد جي ’الهلال‘ ۽ ’البلاغ‘ رسالن جيان شايع ٿيندو هو. 1934ع ۾ پيپلز پارٽيءَ جي نالي سان سائين جي. ايم. سيد ۽ ٻين جي ڪوشش سان قائم ٿيل جماعت جو سيڪريٽري رهيو. جنهن جو صدر سر شاهنواز ڀٽو هو. 1936ع ۾ ’سنڌ اتحاد پارٽيءَ‘ ۾ به ڪم ڪيائين. 1938ع ۾ هن آل انڊيا مسلم ليگ ۾ شموليت اختيار ڪئي ۽ ساڳئي سال محمد علي جناح جي صدارت هيٺ ڪراچيءَ ۾ منعقد ٿيندڙ تاريخي ڪانفرنس کي ڪامياب بنائڻ ۾ حصو ورتائين. آل انڊيا مسلم ليگ جي اها تاريخي ڪانفرنس هئي، جنهن ۾ پهريون ڀيرو هندستان جي ورهاڱي جو مطالبو ڪيو ويو هو. انهيءَ سال آل انڊيا مسلم ليگ ڪائونسل جو ميمبر چونڊيو ۽ ان سان گڏ سنڌ صوبائي مسلم ليگ جو سيڪريٽري به مقرر ٿيو. پير علي محمد شاهه راشديءَ کي آل انڊيا مسلم ليگ جي فائننس ۽ فارين ڪميٽيءَ جو ميمبر ۽ نشر و اشاعت شعبي جو سيڪريٽري چونڊيو ويو. هن سر حاجي عبدالله هارون سان ملي سنڌ جي بمبئيءَ کان آزاديءَ لاءِ ڪم ڪيو. هن پاڪستان جي عمل جوڳي رٿا بابت هڪ جامع رپورٽ به پيش ڪئي. پير علي محمد شاهه راشدي 40-1939ع ڌاري لاهور ۾ رهي مارچ 1940ع ۾ لاهور ۾ منعقد ٿيندڙ آل انڊيا مسلم ليگ جي تاريخي ساليانې اجلاس جي انتظامن ۾ حصو ورتو جنهن ۾ ’قرارداد پاڪستان‘ منظور ڪئي وئي. سنڌ مسلم ليگ جي جنرل سيڪريٽريءَ جي حيثيت سان مسجد منزل گاهه جي مسئلي تي جوڊيشل ٽربيونل جي اڳيان مقدمي جي پيروي ڪري اهو مقدمو کٽيائين. ٽربيونل فيصلو ڏئي مسجد سنڌ جي مسلمانن جي حق ۾ بحال ڪئي ۽ مسلمان قيدين کي آزاد ڪرڻ جو فيصلو ڏنو. 1941ع ڌاري ڪراچيءَ مان انگريزي ٻوليءَ ۾ هفتيوار اخبار ’مسلم وائيس‘ جاري ڪيائين. 1945ع ۾ جي. ايم. سيد جي حمايت سان ’قرباني‘ نالي روزاني اخبار جاري ڪيائين. اها اخبار 1947ع ۾ کهڙي جي وزارت دوران ختم ٿي. 1946ع ۾ ’فريادِ سنڌ‘ نالي سان ڪتاب لکيائين. 1948ع ۾ ڪراچيءَ مان نڪرندڙ روزاني ’سنڌ آبزرور‘ جو ايڊيٽر ٿيو. 1949ع ۾ پاڪستان نيوز پيپر ايڊيٽرز ڪانفرنس جو صدر چونڊيو ويو ۽ پاڪستاني پريس جي ان وفد جي سربراهيءَ جا فرض سرانجام ڏنائين، جيڪو ڀارت ويو هو ۽ جنهن ’لياقت - نهرو معاهدي‘ جي راهه هموار ڪئي. 1949ع ۾ ئي گڏيل هند پاڪ پريس جو صدر چونڊيو ويو. 1953ع ۾ ٻيهر مسلم ليگ لاءِ ڪم ڪيائين ۽ سنڌ ڪابينا ۾ مالي وزير جي حيثيت سان شموليت ڪيائين. ان کان سواءِ 1955ع تائين سنڌ صوبائي ڪابينا ۾ وزير صحت، وزير اطلاعات ۽ نائب وزيراعليٰ جي عهدن تي به ڪم ڪندو رهيو. ان ئي دوران هن ون يونٽ جي حمايت ۾ سنڌ جي پيرن ۽ ميرن کي تيار ڪري ووٽ ڪرايو. جنهنڪري سنڌ واسين وٽ سندس شخصيت تڪراري رهي، بلڪ ڪيس سنڌ جي مفادن خلاف ڪم ڪندڙ سڏيو ويو. خانبهادر ايوب کهڙي ۽ پير علي محمد راشدي جو ان حوالي سان سنڌ جي محب وطن ماڻهن وٽ ڪردار داغدار رهيو. 1955ع ۾ پاڪستان جي مجلس قانون ساز جو ميمبر چونڊيو ويو ۽ وفاقي حڪومت ۾ اطلاعات ۽ نشريات جو وزير مقرر ٿيو جڏهن ريپبلڪن پارٽي اقتدار ۾ آئي ته پير صاحب وزارت تان استعيفا ڏني ۽ مخالف ڌر جي بينچن تي ويٺو ۽ پوءِ 1957ع ۾ مرڪزي مجلس قانون ساز تان به استعيفا ڏنائين ۽ فلپائين ۾ پاڪستان جو سفير مقرر ڪيو ويو. ساڳئي سال فلپائين جي حڪومت ڪيس شاندار سفارتڪاريءَ جي اعتراف طور اعليٰ ترين شهري

اعزاز ’آرڊر آف سڪارتونا‘ عطا ڪيو. 1961ع ۾ کيس چين ۾ پاڪستان جو سفير مقرر ڪيو ويو. هن پاڪ- چين سرحدي معاهدي کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ نمايان خدمتون سرانجام ڏنيون. 1962ع ۾ سفارتي ذميوارين تان استعيفا ڏئي علمي ادبي ۽ تحقيقي مشغلن ۾ مصروف ٿي ويو. پير صاحب 1972ع ڌاري حڪومت پاڪستان جي اطلاعات ۽ نشريات واري وزارت جو خاص صلاحڪار مقرر ٿيو ۽ پاڪستان نئشنل سينٽر جو چيئرمئن چونڊيو ويو. جيڪو سلسلو 1977ع تائين رهيو. جڏهن امير خسرو جو ست سؤ سالہ ڏهاڙو ملهايو ويو تہ کيس ’امير خسرو ڪميٽيءَ‘ جو رڪن بڻايو ويو.

پير صاحب 1963ع ۾ روزاني ’جنگ‘ ۾ ’مڪتوب مشرف بعيد‘ جي عنوان سان هفتيوار ڪالم لکڻ شروع ڪيا، بعد ۾ اهي ڪالم ’مشرق و مغرب‘ جي عنوان سان آخر تائين شايع ٿيندا رهيا. سندس اردو زبان ۾ لکيل ڪالمن جي ٻوليءَ کي اردو اهل زبان ڏاڍو ساراهيندا هئا. پير علي محمد شاهه راشدي 14 مارچ 1987ع تي وفات ڪئي، پير صاحب ڪيترائي ڪتاب لکيا، جن ۾: ’اُهي ڏينهن اُهي شينهن‘ (ٽن جلدن ۾)، ’چين جي ڊائري‘ ۽ ’ون يونٽ ڪي ڪهاني‘ شامل آهن.

**پير، غلام رسول سرهندي:** ناميارو عالم پير غلام رسول سرهندي، 2 جنوري 1912ع تي اڳوڻي ضلعي حيدرآباد جي شهر مٽياريءَ ۾ ڄائو. هن قرآن شريف جي تعليم مشهور عالم قاضي عبدالرحمان کان ۽ فارسيءَ جي تعليم مولانا محمد فاضل ڪابليءَ وٽان ۽ عربيءَ جي ابتدائي تعليم مولوي محمد يوسف ديري غازي خان واري کان حاصل ڪئي. ان کانپوءِ سورت جي ڏابيل مدرسي ۾ داخل ٿيو.



جنهن جو مهتمم مولانا احمد گجراتي هو. اتان مولانا شبير احمد عثماني ۽ ٻين استادن کان بيضاوي، عقاد نسفيہ ۽ دورِ حديث (بخاري ۽ مسلم) پڙهي مڪمل ڪيائين. مدرسہ دهليءَ جي مولانا ڪفايت الله سندس سائي پٽڪي سان دستاربندي ڪرائي ۽ کيس سڏائي ٻين عالمن کي ٻڌايائين تہ ”ڏابيل جي مدرسي ۾ سڀ کان صحيح عبارت هي نوجوان پڙهندو هو.“

پير غلام رسول جو حافظو تيز هو. کيس تاريخ، علم ۽ ادب سان گهڻي دلچسپي هئي. هن کي سڄي سنڌ جي بزرگن ۽ مشاهيرن بابت تمام سٺي ڄاڻ حاصل هئي. هيءُ اڪثر بزرگن جي مزارن تي زيارت لاءِ پري پري تائين ڪهي ويندو هو. هن جي تصنيفن ۾: (1) ’لذت الارواح‘ (1395هه/ 1975ع)، (2) ’سوانح حيات حضرت آقا غلام مجدد سرهنديؒ‘ (1996ع)، (3) ’انساب نامو‘ ۽ (4) ’ملفوظات الاڪابر‘ (1370هه/1950ع) ڇپيل آهن.

سندس وفات 27 صفر 1411هه/ 17 سيپٽمبر 1990ع تي ٿي.



**پير غلام رسول شاهه جيلاني:** سنڌ جو ممتاز سياستدان ۽ روحاني اڳواڻ پير غلام رسول شاهه جيلاني، 1919ع ۾، پير جهان شاهه جيلانيءَ جي گهر ۾، ٽائي بولا خان ۾ پيدا ٿيو. سندس والد سنڌ جو هڪ مثالي بزرگ ٿي گذريو آهي. پير غلام رسول شاهه جو ننڍپڻ زماني جي نشيب ۽ فراز سان ڀريل هو. هو وڏي صبر ۽ حوصلي وارو شخص هو ۽ زندگيءَ جي مشڪلاتن جو وڏي مردانگيءَ سان مقابلو ڪيائين. هن زندگيءَ ۾ وڏا منصب ماڻيا. پير صاحب 1936ع ۾، سنڌ جي بمبئيءَ کان آزاد ٿيڻ واري دور کان پوءِ، 1937ع کان وٺي سنڌ جي سياست ۾ حصو ورتو. عام ماڻهن جي ڀلائيءَ جي ڪمن، خدمت ۽ دوستن سان سچائيءَ جي ڪري سياست جي ميدان ۾ وڏيون ڪاميابيون ماڻيائين.

پير غلام رسول شاهه جيلاني، قيام پاڪستان کانپوءِ، 1953ع ۾ ٿرپارڪر ضلعي مان سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ۽ 1956ع ۾ اڳوڻي اولهہ پاڪستان اسيمبليءَ جو ميمبر پڻ منتخب ٿيو اهڙي طرح 1965ع کان 1977ع تائين پاڪستان جي قومي اسيمبليءَ جو مسلسل ميمبر رهيو. چونڊيل ايوانن ۾ سنڌ جي مسئلن بابت وڏي جرئت سان آواز اُٿاريائين. پير صاحب اورچائيءَ سان پنهنجي سياسي اثر جو دائرو ٿرپارڪر، حيدرآباد، دادو (موجوده ڄامشوري)، ٺٽي ۽ بدين ضلعن تائين وڌايو ۽ انهن ضلعن ۾ سندس خاصي شهرت رهي. پوئتي پيل علائقن جي ماڻهن جي خاص طرح خدمت ڪيائين. سندس انهيءَ خلق خدمت واري جذبي جي ڪري انهن علائقن ۾ پير صاحب لاءِ وڏي عقيدت ۽ احترام موجود آهي.

پير غلام رسول شاهه جيلانيءَ جو زراعت سان بہ وڏو شوق هو حيدرآباد ۽ ٿرپارڪر ضلعن ۾ موجود پنهنجي بنجر زمينن کي وڏيءَ محنت سان گل و گلزار بنايائين. سندن اها دلچسپي آخر تائين قائم رهي. پير صاحب موسيقيءَ جو وڏو دلداده، ڄاڻو ۽ فنڪارن جو قدردان هو. سنڌي موسيقيءَ جي وڏي سرپرستي ڪيائين. وقت جا وڏا ڳويا ۽ فنڪار سندس فن پروريءَ مان مستفيض ٿيندا رهيا. پير صاحب ادب ۽ صحافت جي سرپرستيءَ ۾ بہ هميشہ اڳيرو رهيو. سندس وڏي وصف زندگيءَ ۾ نظم ۽ ضبط قائم رکڻ هئي. مختلف هنڌن تي عام ماڻهن ۽ راڄ ڀاڳ، وارن جي خدمت لاءِ ٽائم ٽيبل موجب وقت جي ورهاست ڪئي هئائين ۽ اهو سلسلو آخر تائين قائم رکيائين. پير غلام رسول شاهه هڪ سنجيدو ۽ متين، وضعدار ۽ خانداني فضيلت وارو بزرگ هو. سندس بزرگانہ ۽ ٻاجهہ ڀري شخصيت دوستن احبابن ۽ مريدن لاءِ سڪون جو سبب هئي. سڄي عمر مسڪينن جي دل کولي مدد ڪيائين. شرافت ۽ خلق جي خدمت سندس سڄي عمر شيوو رهيو. مهمان نوازي ۽ دوستن سان وفاداري، پير صاحب جون خاص خوبيون هيون.

پير غلام رسول شاهه جيلانيءَ جا لائق فرزند، پير آفتاب شاهه جيلاني، پير شفقت شاهه جيلاني ۽ پير امجد شاهه جيلاني پنهنجي لائق والد جي روايتن ۽ خانداني وضعدارين کي احسن طريقي سان نڀائيندا اچن ٿا. پير صاحب جو نياڻو حسين شاهه راشدي بہ خدمت خلق وارن ڪمن ۾ ساڻس سهڪاري رهيو.

سندس وفات 7 فيبروري 1991ع تي حيدرآباد ۾ ٿي.

**پير، غلام شاهه جيلاني:** پير غلام شاهه جيلاني، سيد الهه بخش شاهه جو فرزند ۽ سيد صالح محمد شاهه نئينگ واري جو پوٽو آهي، سيد صالح شاهه نئينگ وارو سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر بہ رهي چڪو آهي، پير غلام شاهه جيلاني هن وقت نئينگ شريف واري درگاهه جو گادي نشين آهي ۽ مقامي بروهي برادري مٿس گهڻو اعتقاد ۽ اعتماد رکي ٿي. سندس والد سيد الهه بخش شاهه بہ سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر هو. پير غلام شاهه ايم. اي (بين الاقوامي تعلقات) سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪئي. شروعات کان ٿي

سندس تعلق پيپلز پارٽيءَ سان رهيو آهي. 2008ع وارين عام چونڊن ۾ پ. پ جي ٽڪيٽ تي پي ايس-75 (دادوII) تان صوبائي سيٽ کٽي ايم. پي. اي چونڊيو. هن ڪيترن ئي ملڪن جو سير پڻ ڪيو آهي. سنڌ ڪانسواءِ بلوچستان ۾ سندس ڪيترائي مريد آهن. ضلعي ڪائونسل دادو جو به چيئرمئن رهيو آهي.

**پير، غلام مجدد سرهندي، مولانا**: پيرمولانا غلام مجدد سرهندي ولد پير ضياءُ معصوم جان سرهندي، 1320هه/1900ع ڌاري شڪارپور ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم پنهنجي والد کان ورتائين. وڌيڪ تعليم مولانا محمد هاشم ۽ خليفي يار محمد قريشيءَ کان حاصل ڪري فارغ التحصيل ٿيو. 1939ع ۾ سکرجي مسجد منزل گاهه جي هلچل دوران انقلابي تقرير ڪرڻ جي الزام ۾ ڪيس شهر بدر ڪيو ويو. ڪجهه وقت ريگستان ۾ رهڻ ڪانپوءِ ماتلي ضلعي بدين ۾ رهائش پذير ٿيو. 1940ع ۾ حج تان موٽڻ ڪانپوءِ ماتليءَ ۾ اچي رهيو. پيرغلام مجدد سرهندي 1390هه بمطابق 1970ع ۾ وفات ڪئي.

**پير، غلام مجدد سرهندي جو ڪتبخانو**: پيرغلام مجدد سرهنديءَ جي نالي سان هي ڪتب خانو مٽياريءَ ۾ آهي. جنهن جو هن وقت نگران خواجه محمد عمرجان سرهندي آهي. هن ڪتب خاني ۾ تفسير، حديث، فقه ۽ ٻين علمن بابت ڪتابن جو هڪ وڏو ذخيرو موجود آهي. ڪتبخاني ۾ موجود مخطوطن ۾ سنڌي عالمن جون تصنيفون قابلِ ذڪر آهن.

**پير غوث محمد**: پير غوث محمد ڪڇ لکپت جو ويٺل هو. تيرهين صدي هجريءَ جي آخر ڌاري ٿي گذريو آهي. ولادت جي تاريخ بابت ڪا به تصديق نٿي ٿئي، البت سندس وفات 1290هه/ 1883ع ڌاري ٿي هئي. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي ترتيب ڏنل 'ڪافين' جي ڪتاب ۾ سندس ڪي ڪافيون شامل آهن.

**پير غوث محمد شاهه وارو قلمي نسخو**: شاهه جي رسالي جو هيءُ منتخب رسالو، سيد مٺو شاهه سيراڻيءَ (بدين) واري کان، پير عالي شاهه جي معرفت ڊاڪٽر دائودپوٽي کي مليو هو، جنهن بابت لکيو هئائين ته: هڪ صفحي تي(پير) غوث محمد قريشي از درگاهه نالہ پور ڪڇهه بهرج. (ناڙاپور، واقع ڪڇ ڀڄ) جي هٿ اکرن ۾ تاريخ، 12 رجب المرجب 1316هه لکيل آهي.

هيءُ رسالو هڪ بياض يا منتخب رسالو آهي، جنهن ۾ جدا جدا سُرن مان ڪي چونڊ بيت درج ڪيا ويا آهن، مثلاً: مارئيءَ جي سُر جا منجهس فقط 6 داستان آهن، جيتوڻيڪ ٻين ڇاپي نسخن ۾ ٽيهه اکريءَ سميت 11 داستان آهن. مارئيءَ جي سر مان چونڊيل بيت اڪثر شاهه لطيف جا آهن، جيڪي آخوند محمد شفيع ۽ دلدار فقير وارن رسالن ۾ درج آهن. باقي بيت، يا ته شاهه عنايت يا تمر فقير جا آهن. مثال طور:

"هي ڍنگا هي ڍيٺيون- الخ" وارو سمورو داستان تمر فقير جو چيل آهي. متن کان اڳ مُنڍ ۾ لونگ فقير سولنگيءَ جي گڏ ڪيل رسالي مان ڪي بيت لکيل آهن. باقي لاڳاپيل بيت خليفي محمد بچل ۽ غوث محمد قريشيءَ جا لکيل آهن، جن جي آخر ۾ سن 1334هه ڄاڻايل آهي. متن جي آخر ۾ احسان فقير ۽ پٽس اسماعيل فقيرجي سُر ڪيڏاري مان سترهن بيت به ڏنل آهن.

**پير غيبي** (مقبرو): تاڙي بولا خان، ضلعي ڄامشوري جي ديهه ڪرچات ۾ هي مقام ۽ مقبرو موجود آهي، جنهن کي مقامي ماڻهو 'غيبي پير' جي نالي سان سڏين ٿا. هي مقبرو ٿاڻي بولا خان کان ڪرچات ويندڙ رستي کان هڪ ڪلوميٽر اوڀر ۽ نئن بارڻ کان اڌ ڪلوميٽر اُتر ۽ ڪرچات کان 12 ڪلوميٽرن جي دوريءَ تي آهي. هن مقبري جي گنبذ جو رنگ هن وقت سائو آهي ۽ گنبذ جي بناوت بلڪل ميان نصير محمد ڪلهوڙي ڳاڙهي واري جي مقبري جهڙي آهي. چوڌاري موجود قبرستان ۾ ڪجهه سينگاريل گهاڙيون به آهن. هي مقام چوڏهين صدي عيسويءَ جيو وجي ٿو ۽ تقريباً ڏهن ايڪڙن تي پکڙيل آهي. پير غيبي لاءِ مقامي ماڻهن جو چوڻ آهي


پير غيبي جو مقبرو

ته هن بزرگ جو نالو فقير رضا محمد هو، ۽ هو ذات جو باريجو هو، قلندر شهباز جي فقيرن مان آهي. پاڻ اصل بلوچستان مان اچي هتي برفتن مان شادي ڪئي هئائين. وڌيڪ سندس ڪو به مستند احوال ڪو نه ٿو ملي.

**پير، فتح الدين قريشي**: هيءُ بزرگ پير ابراهيم ۽ ميان محمد درس جو مرشد هو، جيڪو اصل ۾ ملتان جو هو ۽ هر سال سنڌ ۾ مريدن وٽ ايندو هو ۽ سندس وفات به ڀهلاڻيءَ (ضلعي نوشهري فيروز، تعلقي ڪنڊياري) ۾ مسافريءَ جي حالت ۾ مريدن وٽ ڪيائين. سندس مزار مٿان قبو وغيره ٺهيل نه آهي. صرف ڪچين سرن جي چوڌاري ديوار ڏنل آهي. پير صاحب شيخ بهاءُ الدين ذڪريا ملتانيءَ جي اولاد مان آهي. انهيءَ ساڳئي خاندان جي ٻي شاخ سنڌ ۾ 'ٻڪيرن' ۾ به آهي. سندن اولاد جو پويون بزرگ ميان قائم الدين قلندر قريشي باڪمال بزرگ ۽ ولي الله ٿي گذريو آهي، جنهن جو احوال مير علي شير 'قانع' ٺٽوي 'تحفة الڪرام' ۾ ڪيو آهي. هن ئي خاندان مان پير محمد اشرف (ڪاماري شريف وارو) بهترين شاعر ٿي گذريو آهي، جنهن جي رسول صلعم جي شان ۾ مدح چيل آهي ۽ سندس ٻيو ڪلام به ڪافي مقبول ٿيو.

**پيرڪ**: سنڌو تهذيب سان لاڳاپيل هي ماڳ بلوچستان ۾ آهي، هي دڙو سبيءَ کان 20 ڪلوميٽر ڏکڻ ۽ ناڙي ندي/ نئن جي ايرندي ڪناري تي سکر- سبي روڊ کان ڏکڻ اولهه ۾ موجود آهي، دڙو 49000 ميٽرن (12 ايڪڙن) جي ايراضي تي ڦهليل آهي، جنهن جي اوچائي 8 ميٽر آهي، هن دڙي کي سڀ کان پهرين 1963ع ۾ رابرٽ ريڪس (Rober Raiks) نالي قديم آثارن جي ماهر ڳولي لڌو هو. 1963ع کان 1974ع تائين هن دڙي جي کوٽائي جين ميري ڪزال (Jean Marie Casal) نالي فرانس جي قديم آثارن جي ماهر، پاڪستان آرڪيالاجي کاتي جي تعاون سان ڪئي هئي، جڏهن ته سنڌ جو قديم آثارن جو ماهر سيد حاڪم علي شاهه به هن کوٽائيءَ ۾ پنهنجي کاتي پاران 1969ع ۽ 1972ع ۾ شامل هو. ماهرن جو اندازو آهي ته هي ماڳ 1800 ق. م کان 800 ق. م تائين آباد هو.

هتان کوٽائيءَ دوران سڀ کان هيٺين ڪَنائي (Accumulation) مان سنڌو تهذيب سان لاڳاپيل ڪي وٿون مليون، جن ۾ سنڌو مهر به هئي، پر پوءِ خبر ناهي ته ڪهڙي سبب ۽ ڪيتري عرصي تائين ماڳ غير آباد رهيو. بهرحال، انهيءَ اجاڙ واري سطح کان پوءِ واري ڪَٽ مان نئي رهائشي مرحلا ظاهر ٿيا.

لوهہ جو ثبوت بہ هن وقت تائين سنڌ بلوچستان جي انهي ماڳ تان 1000 ق. م ڌاري مليو ٿو. هتان لڌل اُٺ جي هڏن مان ظاهر ٿيو تہ اهي ٻن ٿوهن واري باختري (Bactrian) اُٺ جا هئا. پهرئين دور واري تهہ مان ڪچين سرن جا ٿلها مليا آهن، جيڪي ڪافي وڏا آهن، جن تي رهائشي جايون ٺهيل آهن. هتان ملندڙ ٺڪرائو هٿ جو ٺهيل، کهرو آهي، جنهن تي ٿلهيون ليڪون نڪتل آهن، ان ڪانسواءِ ٺڪر تي هٿ جي آڱرين جا نشان بہ ملن ٿا. هتان مٽيءَ جون ٺهيل مورتيون، ٺڪر جا ٿانو ۽ ٻيون وٿون، جن ۾


پيرڪ جو هڪ منظر

گول ٻنڻ جهڙيون ٽڪيون، گهوڙي ۽ اٺ جا مٽيءَ جا ٻوتا مليا آهن. انهيءَ دور واري تهہ مان انهن جانورن جا هڏا بہ ملن ٿا. ٻئي دور ۾ گهٽ وڌ ساڳيون ٺڪريون ۽ وٿون، پر جهجهي تعداد ۾ ملن ٿيون. هن تهہ مان نہ رڳو مٽين جانورن جون مورتيون پر انسان جو مورتيون بہ مليون آهن. ٽامي ۽ ڪنجهي جا اوزار بہ ملن ٿا، ان ڪانسواءِ لوهہ جي استعمال جا آثار بہ مليا آهن. هن دؤر جو وقت 1370ع کان شروع ٿئي ٿو. ٽئين دور (800- 1000 ق. م) ۾ ٺڪرائي سان گڏ، ٽامي، ڪنجهي ۽ خاص طور لوهہ مان ٺهيل نوادرات ۽ اوزار گهڻي تعداد ۾ مليا آهن. کوٽائيءَ دوران ٽئين دور جي وٿن ۾ جَوَن ۽ چانورن جا داڻا بہ مليا آهن. پيرڪ ۾ پهريون ڀيرو اناج جي هنن قسمن ملڻ مان ظاهر ٿئي ٿو تہ انهن فصلن جي پوکائي بلوچستان جي هن حصي ۾ ٿي. آخري دؤر ۾ سادو گهاٽو خاڪي Grey- Black ٺڪر بہ ملي ٿو. ٿانوَن تي رنگ اهڙو آهي، جهڙو هتي جي عام ماڻن تي مليو آهي. پٿر جي اوزارن ۾ اهڙا پتا (Blades) مليا آهن، جن کي ڏندا آهن، شايد هي اوزار هڏي ۽ عاج تي ڪم ڪرڻ لاءِ يا فصل ڪٽڻ لاءِ ڏاٽي طور ان زماني ۾ ڪم ايندا هجن.

**پير ڪارو:** ضلعي سکر جي تعلقي روهڙيءَ ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

عبدالرحمان پنيرو، پير ڪارو، محمد پنيل پنيرو، غلام جعفر ۽ سردار بخش.

**پيرڪاٽي:** هي براهوي بلوچن جو هڪ قبيلو آهي. جن جا وڏا 600 ق.م ڌاري بلوچستان جي ’سرواڻ‘ نالي جبل تي اچي آباد ٿيا، پر ڪن روايتن موجب پيرڪاٽي، مزاري بلوچن جي هڪ قبيلي رستماڻين جي شاخ آهي.

**پير ڪٽبر:** هيءَ ريلوي اسٽيشن، ڪٽبر ذات جي مشهور درويش ’پير ڪٽبر‘ جي نالي سان منسوب آهي، جيڪا محرابپور ۽ روهڙيءَ جي وچ ۾ آهي. پير ڪٽبر ڳوٺ تعلقي ڪنگري ضلعي خيرپور جي ديهہ اُلرا ۾ آباد آهي.

**پير ڪرارو:** ضلعي نوشهري فيروز جي شهر خانواهڻ جي اولهہ ۾ هڪ قديم قبرستان آهي، جتي ڪيترائي ولي، ڪامل، درويش ۽ وقت جا بينظير شخص دفن ٿيل آهن. پير ڪرارو هن مقام جو سرموڙ بزرگ آهي. چون ٿا تہ اصل ۾ هيءُ هڪ سيلاني مجذوب ۽ سالڪ هو. کيس دنيا جي ڪا بہ تمنا نہ هوندي هئي. تذڪري نگار لکن ٿا تہ پير ڪرارو هڪ بيواهہ عورت جي مال کي بچائيندي چورن هٿان شهيد ٿيو. سندس شهادت کان پوءِ چور ڏاڍا پشيمان ٿيا ۽ سڄي زندگي سندس قبر تي مجاور ٿي گذاريائون. سندس قبر مٿان قبو وغيره ڪونهي، صرف ڪچي چوڪنڊي ۽ ديوار آهي. هتي هر سال عرس مهيني ۾ ميلو لڳايو ويندو آهي. ڪلهوڙن جي پوئين دؤر جو درويش قاضي طيب الدين، قاضي محمد اشرف ۽ سيد ڪرم علي شاهہ بہ پير ڪراري جي قبرستان ۾ دفن ٿيل آهن.

**پير ڪرم الله انصاري ’دلبر سائين‘:** پير ڪرم الله ولد پير الاهي بخش انصاري جي ولادت 29 جمادي الثاني 1385هـ/ 26 آڪٽوبر 1965ع تي ضلعي دادو جي هڪ ننڍڙي ڳوٺ خانپور ۾ ٿي. قرآن شريف



حافظ نظام الدين وٽ پڙهيائين. فارسيءَ جا ڪتاب مولوي ڏٽي بخش لغاري، مولوي فيض محمد ڪوسي وٽ مدرسي رياض الهديٰ خانپور ۾ پڙهيائين. صرف ۽ نحو ساڳئي مدرسي ۾ مولانا غلام قادر لغاريءَ وٽ پڙهيائين. درسِ نظامي جا باقي ڪتاب مولانا مولوي گل حسن سومري وٽ مدرسي عربيہ انوار الاهي فضل آباد ماتليءَ ۾ پڙهيائين ۽ دُورهِ حديث پنهنجي والد محترم وٽ مڪمل ڪيائين. قرائت قاري غلام حيدر تونسويءَ وٽ شهدادپور ۾ پڙهيائين. احاديثِ نبويہ جي اجازت علامہ فيض احمد اويسي بهاولپور واري کان حاصل ڪيائين. سترهن حديثون مسلسل سَنَد سان (جن ۾ مصافحہ واري حديث بہ شامل آهي) عرب عجم جي استاد، سيد محمد بن علوي المالڪي المڪيءَ کان ٻڌي، لکت ۾ اجازت ۽ سند حاصل ڪيائين. بخاري، مسلم، مؤطا امام محمد، مؤطا امام مالڪ ۽ شمائل ترمذيءَ جي اجازت سماعةً ۽ قرائةً شيخ حبيب الله مدنيءَ کان حاصل ڪائين. ان کان سواءِ سندس استادن ۾ علامہ احمد ڪوهستاني، مولانا جلال الدين جمالي، محمد قاسم عباسي نصير آبادي، شيخ علي احمد سنديلو بہ شامل آهن. شيخ سنديلي کان بيضاويءَ جي مختلف طُرق سان اٺيتهہ سَنَدن سان اجازت حاصل ڪيائين. سلسلي نقشبنديہ جي اجازت پنهنجي والد کان ۽ سلسلہ قادريہ جي تڪميل جي اجازت بمعہ سنَد، بغداد مان شيخ المشائخ محمد بن عبد الڪريم قادريءَ کان حاصل ڪيائين. حلب (شام) جي برک عالم ۽ محدث، دراساتِ قانونية والسياسية جي امام شيخ محمد عبدالرزاق اسود کان حديث ۽ علم قانون جا سبق پڙهي سنَد حاصل ڪيائين. پرائمري کان ميٽرڪ تائين پنهنجي جنم ڀومي خانپور ۾ تعليم پرايائين انٽر ڊگري ڪاليج ماتليءَ مان پاس ڪيائين. پوءِ سندس والد جي طبيعت ناساز رهڻ لڳي تہ ان کيس پنهنجي زندگيءَ ۾ پنهنجو جانشين مقرر ڪيو. 24 ربيع الاول 1411هـ/ 14 آڪٽوبر 1990ع تي

والد جي وفات بعد پوري جماعت جو اڳواڻ بڻيو. ان کان پوءِ اڄ تائين ڏينهن رات تبليغ ۽ تدريس ۾ مشغول آهي. سنڌ ۾ سندس چار مرڪز آهن، جتي هر ماهه محفلون ٿينديون آهن. (1) فضل آباد ماتلي ضلعو بدين، (2) جامعه مدينة العلم، مليرڪراچي، (3) موري ۾ دلبرآباد، (4) دادوءَ ۾ ڪرمپور.

پير صاحب هن وقت تائين علمي، فڪري، روحاني، سياسي، سماجي، معاشي ۽ معاشرتي موضوعن تي 100 کان مٿي ڪتاب ۽ ڪتابڙا لکي چڪو آهي. جن مان اڪثر ڇپجي منظرعام ۾ آيا آهن. سندس ڇپيل ڪتابن مان ڪجهه ڪتابن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا:

(1) توحيد و رسالت (سنڌي، اردو)، (2) مديني جي حاضري شريعت جي آئيني ۾( سنڌي، اردو)، (3) طَرِيقُ الجَنّةِ، (4) ميلادِ مصطفيٰ، (5) حِفظُ القُرآن، (6) اَلحَدِيثُ وَعُلُومُہ، (7) اَلعِلمُ وَالعُلَمَاء، (8) الاجتِنَابُ عَن ضَربِ الطُّلَابِ، (9) اَلمَسَاجِد وَالمَدَارِس، (10) اَلنِّفَاقُ وَالمُنَافِقُون، (11) رَهنُمَا (فَتَاوَيٰ نَبَوِيَّة)، (12) اَلجِهَادُ اَلجِهَادُ، (13) مَوَاعِظِ حَسَنَة (ٽي جلد)، (14) مَوَاعِظِ ڪَرِمِيَہ، (15) گهرءِ گهروارا، (16) خودڪُشي، (17) حُسنِ اخلاق، (18) انقلابِ مصطفيٰ، (19) وياج جي وبا، (20) حسد جي باهه، (21) دوستي، (22) قبر جي پڪار، (23) شانِ اولياء، (24) عِمَادُ الدِّين، (25) فضائل شب برات، (26) فضائلِ رمضان، (27) روئڻ واري اک (سنڌي اردو)، (28) سفرنامه حرمين شريفين، (29) سفرنامه عراق شام (منظوم)، (30) قَصِيدَةُ الڪَرَم بِاَسمَاءِ سَيّد العَرَب وَالعَجَم، (31) الفت جو آواز (32) گلدسته الاهي، (33) سماج ڪي سنيهو تصوف، (34) صِرَاطُ الصَّالِحِينَ، (35) اعمال جا اثرات، (36) جيئڻ جا اصول، (37) پيغامِ حق (عصري مسائل)، (38) شهداءِ ڪربلا (سنڌ جي عالمن ۽ مشائخن جي سوانح)، (39) سوانح حيات حضرت پير منا سائين، (40) فرمودات محبوب الاهي، (41) عقائد اهلسنت، (42) خوابن جو جهان، (43) عصري مسائل ۽ اسلام، (44) زندگي جو سفر (45) هڪ سؤ حقيقتون، (46) ديوانِ ڪرم، (47) ٽيهه اکري، (48) خانقاهي نظام، (49) ڳالهه جا مونکي وٽي، (50) القلم والڪرم، (51) ڊائريون وغيره.

**پير ڪمال/ ڪمال فقير**: ڪمال فقير نوشهري فيروز جي مشهور بزرگ ميان عبدالرحمان عرف 'عدر' سلطان جي اولاد مان هو. وڏو درويش ۽ ولي ٿي گذريو آهي. 1294هه/1877ع ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم پنهنجي شهر ۾ حاصل ڪيائين، جتي پنج درجا سنڌي، انگريزي ۽ ڪجهه فارسي پڙهيو. ديني تعليم مولوي فضل محمد وٽ حاصل ڪيائين. سندس لاڙو ننڍي هوندي کان وٺي فقيريءَ ڏانهن هو. نهايت ئي سادي زندگي گذاريندو هو. سڀ ڪجهه ترڪ ڪري ميان عَدُر جي قبرستان ۾ جهوپڙي ناهي وڃي رهڻ لڳو. هر جمعي رات سندس اوتاري ۾ فقيراڻو راڳ ٿيندو هو. پاڻ پنهنجو ڪلام يڪتاري تي ڳائيندو هو. سندس راڳ جي محفل ۾ حافظ حاجي احمد ڏوڪي، آخوند ڪريم بخش، حاجي محمد صالح چنو ۽ محمد يوسف خطيب ساڻس گڏ هوندا هئا. آخوند ڪريم بخش، اصل ۾ ناگور جو رهاڪو هو ۽ نوشهري فيروز جي مدرسي ۽ هاءِ اسڪول جي بورڊنگ هائوس ۾ مسجد جو پيش امام هو ۽ شاگردن کي قرآن مجيد پڙهائيندو هو. ڪمال فقير جو تعلق مخدوم ظهيرالدين عرف مخدوم پرو جام هالن واري سان هو. پاڻ مرشد جو وڏو ادب ۽ احترام ڪندو هو ۽ ڏانهنس هميشه پيرين اگهاڙو ويندو هو. ڪمال فقير 1362هه/1911ع ۾ وفات ڪئي. هن عشق الاهيءَ جو ذريعو شاعريءَ کي بڻايو. سنڌيءَ ۾ ڪافي ڪلام چيائين. سندس شاعريءَ جو مجموعو "ڪليات ڪمال" جي نالي سان سيد اظهر گيلانيءَ ترتيب ڏئي، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد طرفان شايع ڪرايو. سندس ڪلام ۾ سنڌي ۽ سرائيڪي بيت، ڪافيون، مولود، مداحون ۽ ٽيهه اکريون شامل آهن.

**پير ڪُنيو**: هيءُ ضلعي ۽ تعلقي دادوءَ جي هڪ ديهه جو نالو. هن ۾ هيٺيان ڳوٺ اچي وڃن ٿا:

کوڙو قنبراڻي، ملان رب رکيو، وڏيو پنهور، ڪريمڏنو ڪابورو، قوٽو ميربحر، ڳڙهي، حاجي عطر جمالي، عيسو ٻبر، فتح محمد ڪابورو، حاجي جهنڊو جمالي، ڪابورا ويجهو بادي پنهور، چاچڙ ۽ ڏيپر (جمعو ڏيپر)، فضل ڪابورو، پير ڳوٺ، صالح شيخ، ڏٽي پرتو ۽ پير ڳٽيو.

**پير ڪيهوڙي**: ضلعي ۽ تعلقي سانگهڙ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

صالح رونجهو، غلام قادر ناريجو، عبدالمجيد، محمد حسين، محمد وريام ۽ چڪ نمبر- 5.

**پير ڪتوريو**: پير ڪتوريو ٺٽي جو هڪ بزرگ ٿي گذريو آهي، جڏهن نواب شريف الملڪ (37-1035) ٺٽي جو نواب هو ته ان جو هڪ خاص ملازم سورج مل، پير ڪتوريي جي پاڙي ۾ رهندو هو ۽ هميشه پير صاحب سان پيو کَهندو هو. هي بزرگ هميشه عبادت ۽ رياضت ۾ گذاريندو هو. روايت آهي ته هڪ ڀيري هن جي هڪ ملازم هزار اُٺن ساڻ اچي، اچي هن بزرگ جي ويجهو پنهنجو ٿاڪ ڄمايو ۽ بزرگ کي رنجائڻ ۽ ايذائڻ لڳو. جڏهن بزرگ کي گهڻو تنگ ڪيائين ته ماڻهن نواب کي وڃي دانهن ڏني، پر نواب مغروريءَ سبب ساڻس ڪو انصاف نه ڪيو. ان تي نواب جو نوڪر ويتر آڪڙجي ويو ۽ بزرگ کي وڌيڪ تنگ ڪرڻ لڳو. بزرگ کي به جوش اچي ويو ۽ زوردار آواز ۾ چيائين ته: "ڪو ڏينهن ٿيندو ته نواب کي ڦاسي ايندي ۽ سندس نوڪر کي ڪوهه ۾ اڇلايو ويندو." چون ٿا ته ٻن مهينن کان پوءِ شهزادو شاهجهان، پنهنجي پيءُ کان ڪاوڙجي ٺٽي آيو ۽ نواب سرڪشي ڪري ارڪ جو قلعو بند ڪري سندس مقابلي لاءِ تيار ٿي ويو. شهزادي اها ڳالهه دل ۾ رکي، ڪيس سيڪٽ ڏيڻ جو ارادو ملتوي ڪري ڪاوڙ مان موٽي ويو. سگهو ئي شهزادي شاهجهان جو بخت وريو ۽ تخت نشين ٿيو. نواب شريف الملڪ جي اشاري تي سندس ظالم نوڪر جي اُٺ سوار ٺٽي کان درياهه اڪري، ڦرلٽ ڪري، ٻن ٻانهن کي ماري وڌو. ان تي شهزادي شاهجهان تخت تي ويهڻ سان ئي ٺٽي جي نواب شريف الملڪ ۽ سندس اٺ سوار نوڪر جي گرفتاريءَ جو حڪم ڏنو. گرفتاريءَ بعد ٻنهي کي عدالت ۾ حاضر ڪيو ويو ۽ بادشاهه جي حڪم موجب نواب شريف الملڪ کي ڦاسي ڏني وئي ۽ سندس اُٺ سوار ظالم نوڪر کي جيئرو ڪوهه ۾ اڇلايو ويو.

پوئين وقت ۾ ڪتوريي بزرگ وٽ مال ملڪيت جي فراوانيءَ جي شڪ هيٺ ڪنهن ماڻهوءَ ڪيس اڌ رات جو شهيد ڪري وڌو. سندس تربت ڪشمشين جي پاڙي، ٺٽي ۾ آهي.

**پير گاجي شاهه**[1]: پير گاجي شاهه، ميان نصيرمحمد ڪلهوڙي جو معتقد، ساٿي، خاص مشير ۽ وڏن سپهه سالارن ۾ شامل هو. ڪاڇي ۾ اتر ڪان ڏکڻ يعني جوهي تعلقي کان وٺي سيوهڻ تعلقي جي نئنگ واري علائقي تائين ۽ اوپر ۾ منڇر کان وٺي گجري جبل جي بيخ تائين ڪوسا آباد هئا، ان ڪري گاجي شاهه کي ميان نصير محمد ڪلهوڙي ٽنڊي رحيم واري لڪ جو نگهدار مقرر ڪيو جتي گاجي شاهه هڪ مسجد، پاڻي پيئڻ جو کوهه ۽ هڪ جانده (اٽي پيهڻ جي چڪي) هٽائي ته جيئن لڪ مان ايندڙ ويندڙ مسافرن، تجارتي قافلن جي واپارين ۽ تاجرن کي پاڻي ۽ ماني آسانيءَ سان ۽ مفت ملي سگهي. ائين مغلن خلاف ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي قائم ڪيل عبوري حڪومت کي مالي طور مدد، هٿيارن جي رسد ۽ بلوچ جنگجو سپاهي پرتي ڪرڻ ۾ آساني ٿي. اڄ به گاجي شاهه جو روٽ (ماني) مسافرن،



پير گاجي شاهه جو مقبرو

معتقدن، مريدن ۽ عام ۽ خاص کي هر وقت ملندو رهي ٿو. گاجي شاهه جو هڪ ٽج شريڪ ڀاءُ دلشاد فقير، جيڪو ڪاڇي ۽ بلوچستان ۾ مال جو وڏو واپاري هو. ان کي گرسا برفت نالي هڪ طاقتور سردار ماري وڌو. گاجي شاهه ڏرين ۾ فيصلو ڪيو، پر دلشاد جي ڀاڻيجي پياري ڪوسي فيصلي جي خلاف ورزي ڪندي گرسا برفت کي ماري وڌو، جنهنڪري ڪوسا ٻن حصن ۾ ورهائجي ويا. علائقي ۾ وڏي پيماني تي شورش برپا ٿي وئي. بهادر جنگجو ڪوسن جون تلوارون هڪ ٻئي جي خون ۾ ڳاڙهيون ٿي ويون. انهيءَ خونريزيءَ کي بند ڪرڻ لاءِ ميان نصير محمد ڪلهوڙي کي مداخلت ڪرڻي پئي، باغي پياري ڪوسي کي شڪست ملي ۽ ڪوسن کي ڪاڇي جي علائقي مان نڪرڻو پيو ۽ اهي ٿر ۽ ڪڇ ڀڄ جي سرحدي علائقن ڏانهن هجرت ڪري ويا. ٿر جي سفر دوران ننگرپارڪر ويجهو سامي ماڻهن ميان نصير محمد جي ڪجهه فقيرن تي حملو ڪيو ۽ ڪاٺين سامان وغيره ڦريو، ان ڪري گاجي شاهه ڪوسن کي حڪم ڏنو ته اهي حملي آور ماڻهن کي سزا ڏين ۽ فقيرن کي سندن سامان واپس ڏيارين. حڪم جي تڪميل ڪئي وئي ۽ سامين سان جنگ ڪري کين شڪست ڏني وئي. گاجي شاهه، ميان صاحب کي ڪڇ ڀڄ ۽ لکپت جو سير ڪرايو ۽ اُتي خير محمد ۽ شاهه عليءَ کي پنهنجو نائب مقرر ڪرڻ بعد پنهنجي ڳوٺ اچي پهتو. ميان نصير محمد جي قيادت ۾ اعتماد رکندڙ ماڻهو گاجي شاهه کي هر سال دعوت ڏيندا هئا ۽ ميان تي اعتماد جو اقرار ڪندا هئا. گاجي شاهه هوتڪ پهاڙي علائقي ۾ مليءَ پاڻيءَ جي چشمن مان هڪ واهه کوٽايو جنهن تي آبادي ٿيڻ لڳي ۽ اهو سڄو علائقو سرسبز ۽ شاداب ٿي ويو. گاجي شاهه جي خدمتن کي ڏسندي ميان نصير محمد ڪلهوڙي کيس 'گنج بخش' جو لقب ڏنو: جنهن جو مطلب هو ته ميان جي حڪم تي گاجي شاهه هڪ وقت پنج هزار ماڻهو فوجي خدمتن لاءِ ڏئي سگهيو ٿي. ميان نصير محمد جي اسيريءَ واري عرصي ۾ ميان وال تحريڪ جي قيادت گاجي شاهه ۽ شاهه پنجي سلطان گڏجي ڪئي (وڌيڪ ڏسو: **تحريڪ ميانوال، جلد: ٻيو**). ان ڪري ميان وال فقير آزي (عاجزي) چوندا آهن:

يارو ڪرو الا توهارا!
ها، ميان شاهل محمد، ميان الياس محمد،
ميان نصير محمد پنجا ڏونڪ دا ڏٽي،
گاجي گنج بخش، لکين دا ڏاتار،
شيءِ واليان دي شيءِ ٿيوي،
يارو ڪرو الا توهارا!

جيئن ته هنن ٻنهي فقيرن ميان صاحب جي مرڪز کان غير حاضريءَ دوران ميان وال تحريڪ ۾ بحران پيدا ٿيڻ نه ڏنو ۽ مغل قانون کي سنڌ اندر بي اثر بنائي ڇڏيو. ان ڪري ميان وال تحريڪ جا ماڻهو پنهنجين دعائن ۾ ڪلهوڙا قيادت جي نالن کان پوءِ گاجي شاهه ۽ شاهه پنجي سلطان جا نالا وٺڻ ضروري سمجهندا آهن. ميان وال تحريڪ سان لاڳاپيل عورتون پنهنجن ٻارن تي وڏي ڪنهه جي بيماريءَ وقت پنهنجي سريلي آواز سان هيءَ دعا پڙهنديون آهن:

ڪر ڪنگهه، لوڙها لنگهه،
ميان نصير ٿي دستگير،
گاجي شاهه، ڪر نگاهه،
پنجا پير، سهٽا وير،
عنايت شاهه تيڏا رنگ،
ڪر ڪنگهه لوڙها لنگهه.

هن دعا ۾ گاجي شاهه ۽ ٻين سردارن جا نالا ميان نصير محمد کان بعد ۾ ورتا وڃن ٿا، جنهن مان سندن حيثيت ظاهر ٿئي ٿي.

بلوچستان جي بروهين سان ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي فقيرن جو تڪرار ٿي پيو. ميان صاحب پنهنجي نائب گاجي شاهه کي بروهين سان جنگ ڪرڻ جو حڪم ڪيو. گاجي شاهه حڪم جي تڪميل ڪندي بلوچستان جي جابلو علائقي ۾ بروهين سان جنگ ڪئي. اها جنگ لوهيءَ کان چند ميل اولهه ۾ ضلعي خضدار جي تعلقي وَڍ جي حدن ۾ لڳي ، جتي وڙهندي گاجي شاهه شهيد ٿيو ۽ کيس سندس ئي جوڙايل مسجد ۾ دفنايو ويو. هن وقت تائين هن سورهيه سردار جي مزار عام ماڻهن ۽ خاص ڪري ميانوال فقيرن جي رجوعات جو مرڪز بڻيل آهي. پير گاجي شاهه جي شهادت ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي وفات کان هڪ سال اڳ ٿي هئي، ان ڪري چئي سگهجي ٿو ته گاجي شاهه جي وفات جو سال 1695ع آهي.

**پير گاجي شاهه**[2]: هيءُ ديهه تعلقي جوهي، ضلعي دادوءَ ۾ آباد آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن:

پير گاجي شاهه، جاڙو جياڻو جمالين جا گهر ۽ بخش علي شاهاڻي.

**پير گُڏو:** ضلعي خيرپور جي تعلقي ڪوٽڏيجيءَ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڳاها، چاڪرائي، پير گڏو، ٻڍل چنڙ، سنجراڻي، غلام حسين ملاح، حاجي محمد بخش وساڻ ۽ واحد بخش چنڙ.

**پير ڳَٽيي جو ميلو:** هيءُ دادو تعلقي جو هڪ اهم ميلو آهي، جيڪو پير ڳٽيي ڳوٺ ۾ لڳندو آهي. پير ڳٽيي جو مقبرو مخدوم بلاول جي مقبري جي ڏکڻ اوڀر ۾ واقع آهي. هر سال هن بزرگ جي ٽن ڏينهن جو ميلو لڳندو آهي. هي بزرگ بلاولي تحريڪ جي سرگرم اڳواڻن مان هڪ هو ۽ مخدوم بلاول جي ساٿين: سيد حيدر ثنائي، مخدوم ساند بلاولي ۽ ٻين اڳواڻن وانگر اهم اڳواڻ هو. ٺٽيءَ جي جنگ دوران پير ڳٽيي جيڪي جوڌا موڪليا هئا، سي ان جنگ ۾ شهيد ٿيا. اهي سڀ هت دفن ٿيل آهن. انهن جوڌن کي ارغونن جي فوج ڳجهي اطلاع ملڻ تي پير ڳٽيي ڳوٺ ۾ اچي شهيد ڪيو هو. پير ڳٽيي جو ميلو سياري جي مند ۾ لڳندو آهي.

**پير ڳَٽيي واري ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ دادو ضلعي ۾ سوڀناري واري پراڻ جو حصو آهي. هيءَ قديم ڍنڍ آهي. سوڀناري وارو درياهي وهڪرو، شهيد مخدوم بلاول رح جي زماني ۾ باغبان کان اتر ۾ هو. پر اهو نئون وهڪرو هو. سوڀناري واري پراڻ باغبان ۽ موجوده بهاولپور جي وچان لنگهي، پير ڳٽيي شهرڪان لنگهندي هئي. اها ڍنڍ ان درياهه جي پراڻ آهي.

**پير لاکو** (مقام): هي مقام ضلعي ٺٽي ۾ جهرڪن کان 16 ڪلوميٽر، حيدرآباد ٺٽي روڊ تي موجود آهي. هي تمام وڏو قبرستان اٽڪل چئن چورس ڪلوميٽرن تي پکڙيل آهي. هن ۾ اٽڪل 200 مقبرا (Tombs) موجود آهن. قبرستان روڊ سان لڳ آهي، پر روڊ تان نظر نٿو اچي سگهي، ڇو ته مقام هڪ ته لاهاندي تي هيٺ آهي ٻيو ته هڪ وڏو ٽڪر مقام کي اوٽ



پير لاکو مقام

ڏئي بيٺو آهي. هي مقام به انهن مقامن جو تسلسل آهي، جيڪي سنڌ ۽ بلوچستان واري ايراضيءَ ۾ گهاڙ وارين قبرن جي ڪري مشهور آهن ۽ خاص قبيلن ڏانهن منسوب آهن. هي مقام ”پير لاکي جو قبرستان“ نالي سان مشهور آهي، جنهن ۾ هزارن جي تعداد ۾ گهاڙ واريون قبرون ۽ مزارون موجود آهن. انهن مان ڪيتريون قبرون ڊهي، پٿرن جي ڍڳ ۾ تبديل ٿي ويون آهن. قبرون هيلي کان سنڌوءَ جي پيٽ تائين پکڙيل آهن. قبرستان ڪيترن ئي حصن ۾ ورهايل آهي ۽ هر حصي کي پنهنجي خصوصيت آهي. اوڀر اتر طرف گنبذ سان هڪ مقبرو آهي جيڪو ’لاکي پير‘ جو چيو وڃي ٿو اڏاوتي لحاظ کان اهو مقبرو اهڙو ئي آهي، جهڙو ڪلهوڙن ۽ ٽالپر دؤر جا مقبرا ٺهيل آهن. سڄو مقبرو ڪاشيءَ جي سرن سان سينگاريل آهي ۽ ڪاٺ جي اُڪر سان دروازو اهڙو ئي آهي، جهڙو ميرن جي مقبرن تي لڳل آهي. دروازي جي سر در تي فارسيءَ ۾ شعر لکيل آهن. مقبري سان گڏ مسجد به ٺهيل آهي. مسجد به اڏاوت جي لحاظ کان اوتري ئي پراڻي آهي، جيترو مقبرو. مقبرو سنئو سنڀاليل آهي، جو مٿس مجاور ويٺل آهي. اهو هر سال ان جي مرمت ڪرائي ٿو بزرگ لاءِ مجاور جو چوڻ آهي ته پاڻ مخدوم پوٽو هو.

مقبري جي پر ۾ پيلي پاون سان پراڻيون چوڪنڊيون ٺهيل آهن، جن جي هيٺان قبرون آهن. قبرن جو نمونو مزار عيسيٰ ترخان واري قبر جهڙو آهي، جيڪو مڪليءَ جي مقام تي ٺهيل آهن. ٿورو پريرو ڏکڻ پاسي هڪ ٻيو مقبرو ڳاڙهين سرن ۽ پٿرن سان ٺهيل آهي. انهيءَ مقبري ۾ ٻه قبرون آهن، هڪ شيخ جڪري جي چئي وڃي ٿي ۽ ٻي لال ڇتي جي. شيخ جڪرو، شيخن جو وڏو چيو وڃي ٿو. مقبرو 2004ع ڌاري ٻيهر مرمت ڪري جوڙيو ويو آهي. شيخ جڪري جي مقبري سان گڏ سون جي تعداد ۾ گهاڙ واريون قبرون موجود آهن. قبرون ٻه ماڙ ۽ ٽه ماڙ ٺهيل آهن. پٿر جي تختن سان اوساريل قبرون مختلف قسم جي اُڪر جي ڪم سان سينگاريل آهن. ڪيترين ئي قبرن جي پاسن کان پيلي پاوا بيٺل آهن. جڏهن ته انهن کي ڇت ڪانهي. سمورن پيلي پاون تي مهندسي ڇٽ جي اُڪر جو اعليٰ ۽ خوبصورت ڪم ٿيل آهي، جيڪو وقت گذرڻ سان مٽجي ويو آهي. قبرن تي ڪٿي ڪٿي سورج مکيءَ جي گل جي اُڪر ٿيل آهي، پنجن قبرن جي پيلي پاون تي گهنڊ واري اڪر اهڙي آهي، جيڪا سنڌ ۽ بلوچستان ۾ ملندڙ قبرن مان ڪنهن تي به اڳي ڪا نه ملي آهي. ڪي قبرون اهرامي نموني سان جڙيل آهن. ڪن قبرن تي گهوڙن ۽ گهوڙ سوارن جون تصويرون به ملن ٿيون. صفا اولهه طرف واري قبرستان جي حصي ۾ ڪن قبرن تي مور پکيءَ ۽ نانگ جي اُڪر به ملي ٿي. ان قسم جي اڪر صرف خاران ۾ موجود هڪ گلوگها (Gullugha) نالي مقبرن تي ڏٺي وئي آهي. مور جي تصوير سنڌ ۾ رڳو ’جام پلي‘ جي مقبرن تان ملي ٿي. جام پليءَ جو قبرستان تعلقي جوهي ضلعي دادوءَ ۾ آهي. اتي به مور ۽ ٻيون شيون چٽيل ملن ٿيون، پر اتي اُڪر جو ڪم ڪونه ٿيل آهي، پر هتي سڄو ڪم اُڪر جو ئي آهي. هتي هڪ هنڌ تلاءَ ۾ مانگر مڇ به آهن. جن کي پوڄيو وڃي ٿو. اهڙا مانگر مڇ منگهي پير تي به ملن ٿا. هندو ۽ مسلمان مختلف نموني انهن جي عزت ۽ احترام ڪن ٿا. اتي موتي فقير نالي هڪ مانگر مڇ موجود آهي. هي مانگر مڇ درياهه مان آيل ٿو ڏسجي ۽ درياهه فقط هڪ فرلانگ جي فاصلي تي آهي. آس پاس ۾ ميربحرن، ڪندرن، پليجن، جکرن، پالارين، خاصخيلين ۽ شيخن جا ڳوٺ آهن. مقام جي ايرندي طرف ماجيراءِ جي ٻني آهي. هي اهو ئي ماجي راءِ آهي، جنهن سان لوڪ داستان ڳنڍيل آهي. هي مقامي سردار هو جنهن جي خوبصورت ڌيءَ کي ڪُپر ڪاٺوڙي اغوا ڪري ويو هو.

**پير لاکو لطف الله:** پير لاکو لطف الله پنهنجي دؤر جو هڪ وڏو بزرگ ۽ اهم شاعر ٿي گذريو آهي. لاکو لطف الله مخدوم نوح سرور رح جو سڳو پوٽو ۽ مخدوم امين محمد جو پنجون نمبر فرزند هو جيئن ته لاکي لطف الله مخدوم نوح سرور رح جي وفات (27 ذوالقعد مطابق 27 سيپٽمبر 1590ع) کان پوءِ جائو هو. ان ڪري سندس نالو مخدوم نوح جي اصل نالي

لطف الله جي نسبت سان لطف الله رکيو ويو. لاڪي لطف الله جي جنم جو سال مؤرخن اندازاً 1591ع ڄاڻايو آهي. حضرت نوح سرور رح جو سچو ڪٽنب هالا ڪندي (پراڻن هالن) ۾ مقيم هو. لاڪو پير به اتي ڄائو، نپنو ۽ وڏو ٿيو. مٿس حضرت نوح وارو ساڳيو نالو هئڻ ڪري ڪيس ادب وچان لاڪو يا لاڪيٽو سڏيندا هئا، ۽ اهو لقب لاڪي لطف الله پنهنجي شاعريءَ ۾ تخلص طور به ڪم آندو آهي. ان ڪري، ڪن محققن غلطيءَ وچان سنڌس ذات لاڪو لکي آهي. جيڪا حقيقت نه آهي. اصل ۾ اها غلط فهمي ان ڪري عام ٿي، جو مخدوم نوح جي والده لاڪا ذات مان هئي ۽ خود لاڪي لطف الله لاءِ به روايت آهي ته هن بزرگ لاڪا ذات مان شادي ڪئي هئي. ان ڪري ماڻهو ڪيس لاڪن وارو پير سڏيندا هئا. جڏهن ته لاڪو ۽ لاڪيٽو لفظن جي معنيٰ لکن جو مٽ يا سهڻن لکڻن/ لڇڻن وارو آهي. چيو وڃي ٿو ته لاڪي لطف الله جو ننڍپڻ لاڏ ڪوڏ ۽ شوق ۽ شڪار ۾ گذريو.

مخدوم نوح رح پنهنجي دؤر ۾ فرزندن ۽ پوٽن کي معتقدن جي خواهش موجب سنڌ، بلوچستان، ڪڇ ۽ پنجاب جي مختلف هنڌن تي دين جي تبليغ تي موڪليو هو. مخدوم محمد زمان طالب المولیٰ پنهنجي ڪتاب "ڪافي" ۾ ڄاڻايو آهي ته (مخدوم نوح رح) شاهه ڪريم بلڙيءَ واري جي عرض ڪرڻ تي پنهنجي فرزند ميئين سلطان کي لاڙ موڪليو ۽ پنهنجي پوٽي لاڪي لطف الله کي غلام رسول نالي مريد جي عرض ڪرڻ تي جهرڪن طرف موڪليو. لاڪي لطف الله لاءِ مشهور آهي ته هن پنهنجو آستانو موجوده ٺٽي ضلعي جي شهر جهرڪن ويجهو بنايو. جتي اڄ به سنڌس مقبرو ۽ مزار موجود آهي. لاڪي پير جي مزار ۽ مقبرو تعلقي ٺٽي جي تپي جهرڪ جي ديهه شيخياڻيءَ ۾، جهرڪن ۽ سونبڻ جي وچ ۾ ٺٽي کان حيدرآباد ويندڙ شاهراهه تي، جهرڪن کان 3 ميل ڏکڻ طرف، ٻڌ ڌرم جي پيروڪار راجا ماجيراءِ جي ماڙيءَ واري جبل جي پِڪ ۾ آهي. سنڌس مقبرو ۽ گنبذ سان ٺهيل مسجد پري کان ڏسڻ ۾ ايندي آهي. لاڪي پير جي قبرستان ۾ پليجا ذات جي ماڻهن جون رائنڪون ٺهيل آهن. جيڪي لاڪي لطف الله جا مريد هئا. لاڪي لطف الله جي اولاد کي لاڪيپوٽا پير سڏيو وڃي ٿو. درگاهه جو مجاور هن وقت عمر فقير جوڏو هٽو منٺار فقير آهي. لاڪي پير جا مريد لطفي جماعت سڏبا آهن. ميلي جي موقعي تي ٽوليون ڪري يا اڪيلي سر درگاهه تي اچي گڏ ٿيندا آهن. درگاهه تي ميلي جي موقعي تي سماع ٿيندو آهي.

لاڪو لطف الله شاهه لطيف جي متقدمين مان هو ان ڪري سنڌس ڪيترا بيت شاهه جي رسالي ۾ شامل ٿي ويا هئا. سنڌس سنڌي ٺيٺ ۽ اسلوب شاهه سائين جهڙو وزنائتو لڳي ٿو. رسالي ۾ شامل چند بيتن ۾ لاڪو، لاڪو لطف الله ۽ لطف تخلص ڪم آندل آهن. مثال طور:

ڪرڪن ڪجاياس، هيلي پاس هُرن جي،
چڙڪن جي چيچ ڪيا، تن واري وَهه وڏياس،
لاڪو لطف الله چئي، اچي آب گڙياس،
سَرتيون ڪنهن سياڳ لاءِ سڪڻ آءُ سِڪياس،
وسان ٿي وياس، مليس جي ميهار ڪي.

ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي، شاهه جي رسالي ۾ شامل سُر 'بسنت بهار' کي لاڪي لطف الله جو ڪلام سڏيو آهي. (شاهه جو رسالو جلد پهريون، ڪراچي، صفحو 167، 1923ع) لاڪي لطف الله جو بسنت بهار مان هيٺيون بيت ان جي ثابتي ڏي ٿو:

انگوريون ۽ ڪيتڪيون، ڦوليون ڦڳڻ مانهن،
ايءَ لالڻ لاڪو چئي، آءُ ڪريان ڪانهن،
جي سجڻ هوئي مون پانهن، ته ڦل پَسيو ڦولي هينئون.

لاڪي لطف الله جو ڪلام سورٺي ۽ بيت جي سٽاءَ ۾ ملي ٿو سنڌس ڪلام ۾ هڪ وائي به ملي آهي.

ماستر عبدالرحمٰن ڏَل، شاهه جو رسالو ڇپائي، ان سان گڏ پنهنجا بيت شاهه جي پران چئي ڇپايا هئا. ساڳي طرح هن هڪ ڪتاب ڇپائي ان ۾ چاليهه بيت مخدوم لفظ الله جا ۽ 40 بيت انهن جيَ تتبع تي پنهنجا ڏنا آهن. هن جو ماخذ ڪهڙو هو ان جي خبر نٿي پوي، پران مان اها حقيقت ثابت ٿئي ٿي ته لاڪو لطف الله پنهنجي دؤر جو اهم شاعر ضرور هو.

لاڪي پير جو ديهه شيخاڻي وارو آستان ته مشهور آهي، پر سنڌس هڪ آستان ڪڇ ڀُڄ ۾ به آهي. جتي هڪ چوڪنڊي نموني جو مقبرو ٺهيل آهي. جتي مريد سلاميءَ لاءِ به ويندا آهن. سنڌس ٽيون آستان ڪراچيءَ ويجهو ڪائونڙ ۾ به آهي. جتي لاڪو پير ميئين عمر درس وٽ اچي رهندو هو. سنڌس چوٿون آستان لسٻيلي ۾ وندر طرف وٽ آهي. جتي حسن پير جي درگاهه موجود آهي. هڪ روايت موجب سنڌن پنجون آستان حيدرآباد دکن ۾ به آهي. لاڪي پير جي طريقت جو سلسلو سهروردي اويسي آهي ۽ سماع سهروردي طريقي جي سڃاڻپ آهي. لاڪي پير جي درگاهه تي اڄ تائين لطفي جماعت سماع جي محفل ڪندي آهي. سماع جي موقعي تي ڏهرُ ۽ وايون پڙهيون وينديون آهن. لاڪي لطف الله جي تعريف ۾ چاڪر فقير، محمد فقير مجاور ۽ مخدوم امين محمد پکن ڏٺي ۽ سيد حاجي محمد شاهه بدين واري جون وايون ملن ٿيون. لاڪي پير جا 8 پائر هئا. لاڪي پير جي اولاد مان پير ميان مٺن، پاون علي شاهه حلفيءَ وارو، ميان محمد شاهه، پير پاون شاهه ثاني، پير ميئان تقي، پير ميئان محمد هاشم سهري وارو وغيره اچي وڃن ٿا. پير لاڪي لطف الله جي همعصرن ۾ شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ وارو، مخدوم ابراهيم عرف سلطان پير، مخدوم ميئان فتح محمد، ميئان مير سنڌي، شيخ مبارڪ، ساڄن سوائي ۽ عبدالله شاهه اصحابي ٺٽي وارو اچي وڃن ٿا. لاڪي لطف الله بابت مخدوم صاحبان جي تذڪرن ڪانسواءِ ڊاڪٽر عبدالرحمٰن قريشيءَ جي ڪتاب گلستان سروري (2010ع) ۾ احوال ملي ٿو. ان ڪانسواءِ پير محمد عالم قريشي صديقي سجاوليءَ لاڪي لطف الله تي هڪ ڪتاب (لاڪو پير لطف الله رح) نالي سان لکيو آهي. جيڪو ثقافت کاتي، حڪومت سنڌ پاران (2010ع) ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو آهي.

**پير لاڪيو** (تاريخي ماڳ): هيءُ ماڳ جوهيءَ کان سترنهن، ارڙهن ميلن جي مفاصلي تي منڇر جي ڪنڌيءَ تي واقع آهي. جنهن جي اولهندي طرف کان نارو پڻ چوڙ ڪندو هو. هتان ديوي (Mother Goddess)، ڍڳي جي مورتين کان سواءِ وڏي تعداد ۾ گاڏين، چوڙين ۽ ٻين قديم شين آثار مليا آهن. جن جو تعلق پڻ موهين جي دڙي ۽ لوهم جي دڙي سان جڙيل نظر اچي ٿو. هن ماڳ کي ماهر سنڌو تهذيب جو موهن جي دڙي کان پوءِ ٻيو مرڪز ڪري ليکين ٿا ۽ انديشو ظاهر ڪن ٿا ته هيءُ دڙو پڻ موهين جي دڙي واري ساڳئي

دؤر جي قديم تهذيب جو آثار آهي. هتان مليل شين جو نمونو موهين جي دڙي جي تهذيبي آثارن سان ملندڙ جلندڙ آهي. هتان مليل ديويءَ جي مورتي بابت ماهرن جو خيال آهي ته هن قديم شهر جا رهواسي ديويءَ جي پوڄا ڪندا هئا.

**پير لال ڇتو**: منڇر ڪنڌيءَ تي، ٿهٽيءَ کان اٽڪل ميل ڏيڍ جي مفاصلي تي اوڀر ۾ منڇر ۾ هڪ هيٺ جو ڏيک ڏيندڙ سڪي رستي ڳنڍيل هي قديم ماڳ، پير لال ڇتي جي مزار جي ڪري مشهور آهي. هي مزار تاريخ جي دؤر کان اڳ جي هڪ قتل بستيءَ جي آثارن تي اڏيل آهي. هن هنڌ جي اهميت کي محسوس ڪندي، مشهور آرڪيالاجسٽ اين. جي. مجمدار هتي کيٽرائي تجرباتي کڏا کوٽرايا هئا، جن مان هڪ جون ماپون 30x10 ۽ 42x10 فوٽ هيون. ٻيا کڏا به کوٽيا ويا، پر چوڌاري پاڻيءَ هئڻ ڪري گهڻو هيٺ کوٽائي ممڪن نه هئي، تنهن هوندي به هيءَ کوٽائي خاصي لاڀائتي ثابت ٿي. هتان جيڪي شيون نڪتيون، تن ۾ پٿر جون ڪورون ۽ پتا، ونڌيل (Perforated) ٺڪر، ٺڪر جي رنگين ٿانون جا ٽڪر، ڳنڍيون، ٿالهيون (Dish on Stand)، ٺڪريون، گهٽ ملهي پٿر جا مڻڪا، ٺڪر جو چوڙين جا ٽڪر، ٺڪر جون ڪيڪيون (Cakes) شامل آهن. هتان ڪابه ڌاتو جي جڙيل وٽ نه ملي آهي. لال ڇتي وٽ کوٽائيءَ مان مليل ٺڪرائو ڪن صفتن جي ڪري ڪجهه جهڪڙ ۽ لهم جي دڙي واري ٺڪرائي سان پيٽي سگهجي ٿو ان هوندي به هتان جيڪو ٺڪر جو هڪ نئون نمونو مليو آهي، ان کي سنڌ جي رنگدار ٺڪرائي واري روايتي سمڪالي ٿانون کان نيارو سمجهي، "منڇر ٿانو" (Manchhar ware) جي نالي سان سڏجي ته کو وڌاءُ نه ٿيندو. هنن ٿانون کي ڪاريگري ۽ آرائش جي لحاظ کان آمريءَ جي ٿانون سان پيٽي نه ٿو سگهجي. ٺڪر جي هنن انوکن ٿانون تي بنيادي ڳاڙهي رنگ جي ٻن رنگن جي موجودگي آهي، ان کان سواءِ ڇٽن ۾ گل ۽ ٻوٽن جي گهٽائي، هن جي هڪ خصوصيت ڳڻائي سگهجي ٿي. انهن ۾ وري وڏيڪ اهم ڪنول گل جو نمونو آهي، جيڪو منڇر جو اهڃاڻ به سمجهي سگهجي ٿو ۽ اهو هن ٺڪر جو نجو ڳڻ به چئي سگهجي ٿو. ڪي ماهر هن ٺڪر کي گڏو يا ٻسرو به چون ٿا، پر سمجهجي ٿو ته هي ٺڪر هن ئي خطي جو نهيل آهي. ٺڪر جا ٻه چار نمونا اهڙا به ملن ٿا، جن جو سلسلو سنڌو سيتا جي آثارن سان ڳنڍي سگهجي ٿو. اهڙيءَ ريت هتي ٺڪرائي جون ٻي روايتون هڪ ئي هنڌ گڏ ملن ٿيون. جيڪا ڳالهه هتان جي هنرمندن جي محنت ۽ ڇنساليءَ جو نتيجو آهي. ٺڪرن جي گهاڙ ۾ گهڻو ڦير ڏسڻ ۾ نه ايندو، پر انهن جي سنوار پڌري آهي. ساڳي قسم جا ٿانو ٻين هنڌن تي به ملن ٿا.

**پيرل ٽيپي وارو قلمي رسالو** (اڻپورو): شاهه جي رسالي جو سر ڪلياڻ سان شروع ٿيندڙ هيءَ قلمي نسخو 1373هه/1953ع ۾ قلمبند ٿيو. جيڪو هن وقت اڌوهي کاڌل اڻپوري ۽ زبون حالت ۾ آهي. مسودي جا شروع ۽ آخر جا ورق ۽ ڪي وچ مان ورق ضايع ٿي ويل آهن. باقي بچيل ورق به مٿان ۽ هيٺان کاڌل آهن. جن ۾ 28 سرن جا ڪي بيت ۽ وايون شامل آهن. ڪتاب ۾ هر هڪ سر جي آخر ۾ ان سر ۾ شامل بيتن ۽ واين جو تعداد ڄاڻايو ويو آهي. باقي بچيل 28 سرن ۾ ڪاتب جي لکت موجب 3970 بيت ۽ 290 وايون شامل آهن (ليڪن اڌوهيءَ جي کاڌ سبب صحيح ثابت بيتن ۽ واين جو تعداد ٿورو بچيو آهي). هيءَ پوئين دؤر جي گهٽڻ بيتن ۽ گهٽڻ داستانن وارو رسالو آهي. هن ۾ سرن جي ترتيب ساڳي بمبئي ڇاپي واري آهي، پر هر هڪ سر ۾ هڪ ته بيتن جو تعداد گهڻو آهي، ٻيو ته اهي بيت مختلف مضمونن مطابق گهٽڻ داستانن ۾ ورڇيا ويا آهن. مثال طور: بمبئي ڇاپي ۾ سُر معذوري 7 داستان، مومل راڻو 18 داستان ۽ مارئي 39 داستانن ۾ ورڇيل آهن.

**پيرل پرديسي، سيتائي**: مشهور شاعر پيرل پرديسيءَ جو مڪمل نالو پيرل ولد محمد پريل سولنگي هو. سندس جنم ڀهرين نومبر 1947ع تي ڳوٺ گرماٽي چانديي، تعلقي دادوءَ ۾ ٿيو. جتي هو پنج درجا سنڌي پڙهيو ۽ وڌيڪ تعليم حاصل نه ڪري سگهيو. بعد ۾ اباڻو ڳوٺ ڇڏي سيتاروڊ ۾ اچي رهائش اختيار ڪيائين، جتي هيڙين ۽ تماڪ جو دُڪان کولي گذر سفر ڪيائين. ادب جي دنيا ۾ هن 'پيرل پرديسيءَ' جي نالي سان 1965ع کان شاعريءَ جي شروعات ڪئي. سندس شاعري مختلف رسالن ۽ اخبارن ۾ ڇپجندي رهي. شاعريءَ ۾ سندس استاد سعدل صوفي ۽ بشير سيتائي هئا. پيرل پرديسيءَ جي شاعريءَ جو ڪتاب "دل آئينو پٿر دنيا" 1992ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو جنهن جو مهاڳ استاد بخاريءَ لکيو ۽ ڪتاب جي بئڪ ٽائيٽل تي بشير سيتائيءَ جا تاثرات آهن. هن 29 ڊسمبر 2002ع تي وفات ڪئي.

**'پيرل' پياسي**: پير محمد عرف 'پيرل' پياسي ولد محمد حسين هولائي، ڳوٺ ميرپور ساڪري، ضلعي ٺٽي ۾ 1925ع ڌاري پيدا ٿيو. سنڌي فائنل سان گڏ ٿوري عربي ۽ فارسي تعليم حاصل ڪيائين. روينيو کاتي ۾ قابل تپيدار شمار ڪيو ويندو هو. ضلعي ٺٽي جي تپيدار ايسوسيئيشن جو جنرل سيڪريٽري به ٿي رهيو. ريڊيئي پاڪستان حيدرآباد جو ابتدا کان وٺي شاعر رهيو. سندس ڪلام "گراموفون ڪمپني ڪراچيءَ" طرفان رڪارڊ ٿي، ملڪ ۾ ڪافي مقبوليت حاصل ڪري چڪا آهن. سندس شاعريءَ جو گهڻو ڪري رجحان ڪافيءَ ڏانهن هو. ان ڪري عوام ۾ ڪيس ڪافي مقبوليت حاصل هئي. هو ساڳئي وقت 'بزمِ ادب' ميرپورساڪري جو صدر به ٿي رهيو آهي. ٺٽي جي مشهور اُستاد شاعر سيد زمان شاهه 'ساقيءَ' جو ڪلام گڏ ڪري ڇپايائين. تاريخ 4 فيبروري 1981ع تي وفات ڪيائين.

**پيرل فقير 'خوشدل' ستاري**: پيرل فقير ذات جو مگريو هو ۽ 1884ع ڌاري ڳوٺ ويهڙ ضلعي نوشهري فيروز ۾ پيدا ٿيو. هن صوفي عبدالستار، جهوڪ شريف واري کان فيض حاصل ڪيو. ڪجهه عرصو ويهڙ ۾ گذارڻ کان پوءِ اڪ ٽڙ، سيوهڻ، بازيد پور ۽ ٺارو شاهه ۾ اچي رهيو. پيرل فقير درويش صفت ماڻهو هو. هن کان جن ماڻهن فيض حاصل ڪيو. تن ۾ محمد خان جتوئي، رمز علي خاصخيلي (نوان جتوئين وارو)، علي بخش کوسو قابلِ ذڪر آهن. پيرل فقير کي غريبن ۽ مسڪينن سان وڏي محبت هوندي هئي. هن هڪ يتيم ٻار گل حسن جي پرورش به ڪئي. نوان جتوئيءَ ۾ 1941ع ڌاري آيو ۽ اتي ئي 1951ع ۾ وفات ڪيائين. مرشد ۽ شاعر هئڻ ڪري پاڻ کي 'خوشدل' سڏرائيندو هو سندس ڪلام ڇپيل آهي. سندس مزار تي هر سال راڳ ٿيندو آهي. سندس درگاهه پراڻا جتوئيءَ لڳ ڳوٺ 'مَلي' ۾

موجود آهي. جنهن ۾ محمد فقير هيسباڻي ۽ سيد صابن شاهه به آرامي هئا، پر اهو ڳوٺ ۽ قبرستان درياهه پائي ويو.

**پيرل فقير ڦلپوٽو:** پيرل فقير، ڳوٺ ڏانوري، تعلقي خيرپور جو ويٺل هو. مجازي عشق جي چوٽ لڳڻ کان پوءِ پنهنجي دل جي حال کي ڪافين ۾ اظهاريائين. سندس ڪافيون 1880ع ڌاري لکيل بياض ۾ قلبند ڪيون ويون. هڪ روايت موجب پيرل فقير ڳوٺ اَنيري، تعلقي خيرپور جو ويٺل هو ۽ جادي شاهه جي مقام ۾ مدفون آهي.

**پيرل قنبر:** عوامي شاعر استاد پيرل قنبر جو اصل نالو پير محمد سومرو هو. هن امام بخش سومري جي گهر ۾، 17 جولاءِ 1933ع تي ڳوٺ بني لڳ مبارڪ ڪلهوڙي، تعلقي ميرو خان ضلعي لاڙڪاڻي (هاڻي قنبر- شهدادڪوٽ) ۾ جنم ورتائين. ابتدائي تعليم ۽ فائينل (سنڌي) جو امتحان قنبر مان پاس ڪري، پرائمري استاد ٿيو. پرائمري استاد جي حيثيت ۾ گاجي کهاوڙ، جانيءَ جي بند، ڳورڙ واهه، بوهڙ ۽ قنبر جي پرائمري اسڪولن ۾ پڙهائي ۽ 1978ع ۾ رٽائر ڪيائين.



1950ع ۾ جڏهن قنبر ۾ پرائمري استاد هو، تڏهن مجازي عشق جي چوٽ ڪيس پير محمد مان پيرل قنبر بنائي، شاعر بنائي ڇڏيو. رٽائرمينٽ کان پوءِ قنبر کي خيرباد چئي شهدادڪوٽ ۾ مستقل رهائش اختيار ڪيائين، پر قنبر سان ساڳيو نينهن جو ناتو قائم رکيائين. ان شهدادڪوٽ جي ڪنبوهه پاڙي ۾ سندس اوطاق تي صبح شام ادبي محفلون جاري رهنديون هيون. نوجوان ۽ نوان اديب، شاعر، راڳي ۽ موسيقار وٽس ادبي محفلون مچائيندا هئا. هي شاعر، ڪجهه نه ڪجهه ويٺو لکندو هو. سنڌ جا ڪيترا شاعر گل، بيوس بشير، قمرالدين قمر، زبيده ميتلو مينهل عباسي، قادن عباسي، ناشاد رشيد، محرم مستوئي، منظور مگسي، تاجل فقير ۽ ٻيا سندس شاگرد هئا. استاد پيرل پنهنجي زندگيءَ ۾ 'بزم پيرل قنبر' جو بنياد وڌو، جيڪا هن وقت 'پيرل قنبر ادبي سنگت' طور ڪم ڪري رهي آهي.

استاد پيرل قنبر جي شاعريءَ جو رنگ ۽ ڍنگ پنهنجو هو. عوامي لهجي سبب مقبول ٿيو. سندس هيٺين ڪافي ڏاڍي مشهور ٿي:

اديون ڙي پينرا، مون کي عشق انڌو ڪيو،
ڪچو گهڙو نه ته ڪير ڪٽي!

استاد پيرل سنڌيءَ کان سواءِ سرائيڪي، اردو ۽ هنديءَ ۾ به شاعري ڪئي. شاعريءَ جي سڀني صنفن تي لکيائين. هن سنڌي فلمن جهڙوڪ: سورٺ، هاري، پرائي زمين، سوڍا پٽ سنڌ جا، غيرت جو سوال وغيره جا گيت به لکيا.

پيرل قنبر جا مخدوم طالب المولىٰ، استاد بخاري، گل حسن شاد، نور شاهين، عبدالله انڙ، دادن فقير ۽ احمد خان مدهوش سان سٺا ناتا هئا، انهن شاعرن سان گڏ ڪيترن مشاعرن ۾ حصو ورتائين. 1960ع جي ڏهاڪي ۾ "زياده ان اپايو منتظر سارو زمانو آ" طرح تي شعري مقابلي ۾ خيرپور ڊويزن (ان وقت لاڙڪاڻو ۽ سکر خيرپور ڊ يزن ۾ شامل هئا) مان پهريون نمبر کنيائين ۽ کيس صدر ايوب خان پاران لاهور ۾ گهرائي، گورنر مغربي پاڪستان جنرل محمد موسىٰ هٿان انعام طور 360 روپيا مليا. ان کانسواءِ استاد پيرل قنبر کي تعريفي شعر لکڻ تي اردن جي شاهه حسين کان سرٽيفڪيٽ، برطانيه جي راڻي ايلزبيٿ پاران تعريفي سرٽيفڪيٽ، شهنشاهه ايران رضا شاهه پهلويءَ پاران گولڊ ميڊل ۽ هڪ تعريفي سرٽيفڪيٽ ۽ شهيد ذوالفقار علي ڀٽي پاران انعام مليا.

هن اسٽيج ڊراما، ڳجهارتون ۽ همرچا به لکيا. سندس ڪلام ريڊيو ۽ ٽي. وي تان به ڳاتو ويو آهي. سڄي عمر شادي نه ڪيائين. 24 ڊسمبر 1994ع تي وفات ڪيائين، 'ڪڙڪ مقام شهدادڪوٽ' ۾ دفن آهي. هر سال سندس شاگرد، سندس ورسي ڌام ڌوم سان ملهائيندا آهن.

**پير لکياريءَ جو ميلو:** هيءُ ميلو تعلقي ڪنڊياري ضلعي نوشهري فيروز ۾، هالاڻي شهر لڳ هر سال لڳندو آهي. شروعات ۾ لکياري لال جو ٻارهو يا عرس ملهائبو هو. هندن جي لڏي وڃڻ کان پوءِ جيئن "ويساکيءَ جو ميلو" ختم ٿيڻ کي ويجهو پهتو ته لکياري لال جي گادي نشين سيد محمد عاقل عرف سوڀاري شاهه هيءُ ميلو ويساکيءَ واري ميلي جي ساڳين تاريخن تي شروع ڪرايو. عوام ۾ اڄ تائين هن ميلي کي ويساکيءَ جو ميلو ئي سڏيو ويندو آهي، جيڪو گهٽو ڪري ڪڻڪ جي فصل ڪٽي وڃڻ بعد لڳندو آهي. هي ميلو سنڌ جي وڏن ميلن جهڙوڪ قلندر شهباز، ڀٽائي گهوٽ، جهانيان سائين ۽ راڻي پور جي ميلن جهڙو ٿي ويو آهي. ميلي کان به ٽي مهينا اڳ هڪ وڏي خيرات ٿيندي آهي. ان کان پوءِ هر جمعي تي ملاکڙو ٿيندو آهي. اهو سلسلو ميلي تائين هلندو آهي. هيءُ ميلو گادي ڌڻي، سيد منظور حسين شاهه جي نگرانيءَ ۾ ٿيندو آهي. ميلي جو انتظام شروع ۾ مرحوم وڏيرو ابل خان نانگور ڪندو هو، جنهن سان گڏ محمد پناهه ڦرڙو به معاون هوندو هو. ميلي جو هن وقت سنڀاليندڙ سيد ابرار علي شاهه ۽ سندس مددگار محمد ايوب گاڏهي آهي. شروع ۾ هي ميلو هالاڻي شهر ۾ لڳندو هو. پوءِ ميلو وڌي ويو ته شهر جي ڏکڻ طرف قومي شاهراهه تي مخدوم محمد دائود آگري جي قبرستان لڳ ٿيڻ لڳو. هتي ائن ۽ گهوڙن جي ڊوڙ ۽ ڏاندن جي گوءِ به ٿيندي آهي.

**پير مانڪي شريف:** خيبر پختونخوا صوبي جي مشهور ديني عالم، پير مانڪي شريف 1923ع ۾ نوشهره ۾ جنم ورتو. سندس اصل نالو پير سيد امين الحسنات هو. يارهن سالن جو هو ته سندس والد وفات ڪري ويو. پاڪستان تحريڪ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ هن 1945ع ۾ مسلم ليگ ۾ شموليت اختيار ڪئي ۽ سرحدي صوبي ۾ ڪانگريسي اڳواڻن جو مخالف رهيو. پير صاحب جي دعوت تي قائداعظم محمد علي جناح صوبي جو دؤرو ڪيو ۽ ڪيترا ڏينهن سندس گهر ۾ مهمان ٿي رهيو.

پير صاحب اپريل 1946ع ۾ آل انڊيا سني ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪئي. مولانا محمد نعيم الدين مراد آبادي جڏهن لاهور آيو ته هن مولانا کي پاڪستان جي دستور جو خاڪو مرتب ڪرڻ لاءِ چيو ته جيئن پاڪستان جو دستور اسلامي طرز جو ٿي سگهي. مولانا نعيم الدين مراد آبادي ۽ قائداعظم محمد علي جناح جي وفات کان پوءِ سندس اهو خواب پورو ٿي نه سگهيو. 1952ع ڌاري چين ۾ منعقد ٿيل امن ڪانفرنس ۾

شرڪت ڪيائين. 1955ع ۾ سياست جي بدعنوان اڳواڻن جي روش سبب سياست کان علحدگي اختيار ڪيائين. 5 جنوري 1960ع تي مانڪي شريف کان اٽڪ (ڪيمبلپور) ايندي هڪ ڪار حادثي ۾ زخمي ٿيڻ بعد وفات ڪيائين.

**پير مُبي جو قبرستان:** بوبڪ شهر، تعلقي سيوهڻ ضلعي ڄامشوري جي ڦرڏي واري موريءَ کان اتر تي ڏيڍ ڪلوميٽر ۽ سيوهڻ کان 16 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي "37 '27 °26 اتر ڊگهائي ڦاڪ ۽ "46 '42 °67 ڊگريون اوڀر ويڪرائي ڦاڪ تي هي قبرستان موجود آهي. جيئن ته بند کان اڳ ۾ هي قبرستان منڇرجي ڀوڏ جي پاڻيءَ هيٺ هوندو هو ان ڪري گهڻي ڀاڱي قبرون ٺهيل نه آهن. صرف انهن مٿان شاه حسڻ کان پٿر آڻي وڌا ويا آهن. زمين کان 6 فوٽ ڪن مٿي هڪ ٿلهو آهي؛ جنهن جي ڏکڻ واري پاسي تي ڪوٽ جا نشان بيٺل آهن. سرون سنهيون ڪتب آندل آهن. ٻن منارن جا نشان ڪوٽ جي پٽ سان وڌاڙن جي صورت ۾ ٻاهر نڪتل آهن. ۽ اولهه واري پٽ ڊهي چڪي آهي. پوءِ به هڪ مناري جو وڌاڙو اڃا سلامت آهي. اتي ڪوٽ ڇا جي لاءِ هو؟ ڪوٽ هو به يا نه، اهو سوال اڃا قائم آهي. ڪوٽ تي قبرون آهن، پر ڪنهن تي به ڪو ڪتبو نه آهي. هڪ تازو مقبرو به ٺهيل آهي، جيڪو بنهه سادو ٺيٺرن گارڊرن سان ٺهيل آهي (2008ع)، جنهن جي ماپ 30x30 فوٽ آهي. ان جو لنگهه اوڀر ۾ آهي ۽ سڄو سيمنٽ جي ڇارين سان بند آهي. اندر ٻه قبرون آهن. وچ واري قبر سنڌ جي عالم مخدوم جعفر بوبڪائيءَ جي آهي. جنهن تي ڪتبو لڳل آهي، جيڪو ويجهي دؤر ۾ هڻيو ويو آهي. هي پٿرائين قبر به ماڙ آهي. مٿس اڪر جو ڪم ٿيل آهي. گهڻو ڪري ڇٽ مهندسي اٿس. قبر 3 فوٽ ڪن اوچي آهي. ٻه قبرون تازو مرمت ٿيل آهن. اندر مقبري ۾ ٽائيلس جو ڪم ٿيل آهي. مخدوم جعفر سمن جي دؤر جو وڏو عالم ۽ سرور نوح جو همعصر هو (ڏسو: جعفر بوبڪائي). تاريخ ۾ سندس ڪافي ذڪر ملي ٿو ٿلهي کان ڏکڻ ۾ پٿرجون چار قبرون موجود آهن. جن مان هڪ قبر ڪنهن ٻار جي آهي. انهن قبرن تي به مهندسي اُڪر ٿيل آهي. انهن مان ٻن تي سن لکيل آهن، پر ٻالو لکيل نه آهي. هڪ تي سن 1169هه ۽ ٻيءَ تي 1121هه لکيل آهي. قبرون زبون حال آهن. انهن جا پٿر اکڙي ويا آهن. قبرستان جي اتر ۾ پڪو رستو ٺهيل آهي. ڪجهه نيون قبرون چڱيون سينگاريل هيون. جيڪي گهڻو ڪري ملاحن جون آهن. پير مُبي نالي ڪنهن به شخص جي قبر نظر نه ٿي اچي، پر قبرستان جو اهو نالو مشهور آهي. قبرستان جي ڏکڻ اوڀر ڪنڊ وٽ هڪ بند ڪوٺي ملي آهي، جنهن ۾ هڪ قبر موجود آهي، جنهن تي پٿر پيل ڏنا ويا. قبر چڱي ڍڳهي هئي، پر ان تي به ڪو ڪتبو وغيره لکيل ڪونه آهي، ممڪن آهي اها قبر پير مبي جي هجي. قبرستان 25 ڪن ايڪڙن ۾ ڦهليل آهي ۽ ان جي سار سنڀال جي ضرورت آهي.

**پير محبوب شاهه:** درويش پير محبوب شاهه جي درگاهه ۽ مقبرو ضلعي جيڪب آباد جي ڳوٺ صاحبڏني سومري لڳ، جيڪب آباد ۾ آهي. ان ڳوٺ جي هڪ رهواسي عقيدتمند محمد چٺل سومري، پير صاحب جي قبر ۽ مقبرو تيار ڪرايو هو ان کان پوءِ پري پري کان ماڻهو هن درگاهه تي حاضري ڏيڻ ايندا آهن. هر سال شعبان مهيني ۾ عرس جي موقعي تي هتي ميلو لڳندو آهي. انهن ڏينهن تي لنگر فقر جو انتظام، حاجي محمد ابراهيم سومري ۽ ڊاڪٽر غلام نبي سومري طرفان ڪيو ويندو آهي.

**پير محمد ابراهيم ’خليل‘ جان سرهندي:** هيءُ بزرگ، محمد اسماعيل جان جو ٻيو نمبر فرزند، محمد حسين جان سرهنديءَ جو پوٽو خواجه محمد حسن جان جو ڏوهٽو هو رمضان المبارڪ 1334هه/1915ع ۾ جنم ورتائين. ننڍپڻ ۾ پنهنجي والد ۽ ڏاڏي کان عربي، فارسي، سنڌي ۽ فقه جي تعليم حاصل ڪيائين. سنڌي چوٿين درجي کان پوءِ سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ ۾ انگريزي پڙهڻ لاءِ داخل ٿيو نهايت ذهين هو جلد ئي ڪيس انگريزي تعليم ترڪ ڪرائي واپس ڳوٺ آندو ويو بعد ۾ ’طبيه ڪاليج دهليءَ‘ ۾ داخل ٿيو جتان چند سالن بعد سند يافته ٿي واپس وطن ڏانهن وريو سنڌ پهچڻ شرط ساماري شهر ۾ ’گلزار خليل‘ نالي هڪ مدرسي جو بنياد رکيائين. تعليم سان گڏ پنهنجي مسلڪ جو پرچار به جاري رکيائين. سائين جي .ايم. سيد جي ڪتاب ”جيئن ڏٺو مون“ جي جواب ۾ سطحي تنقيد تي مشتمل ڪتاب ”سنڌ سونهاري“ لکيائين. هن حديث ۾ سنڌ ۽ هند جي ڪيترن عالمن کان سندون حاصل ڪيون. شاعري به ڪيائين، شاعريءَ ۾ سندس تخلص ”خليل“ هو پير محمد ابراهيم خليل جا ڪجهه ڪتاب به تصنيف ٿيل آهن ۽ سنڌ ۾ سندس هزارين مريد آهن.

**پير محمد اسماعيل جان سرهندي:** پير محمد اسماعيل جان، پير محمد حسين جان سرهنديءَ جو وڏو فرزند هو جنهن 1307هه/ 1889ع ۾ ضلعي حيدرآباد (هاڻي ٽنڊي محمد خان) ۾ موجوده ’ٽکڙ‘ ڳوٺ ۾ جنم ورتو 1312هه/ 1894ع ۾ ڪيس علامه يوسف جي مڪتب ۾ ويهاريو ويو جتي هن قرآن پاڪ، عام سنڌي تعليم، فقهه ۽ فارسيءَ کان سواءِ شعر و شاعريءَ ۾ به چڱي مهارت حاصل ڪيائين. عربي علامه اسدالله شاهه ’فدا‘ وٽ پڙهيو 20 سالن جي عمر ۾ شادي ڪيائين ۽ ٻن سالن بعد عيال سميت ٻهرين حيدرآباد، پوءِ ٽنڊي محمد خان ۽ ان بعد ٽڙ ۾ رهائش اختيار ڪيائين. پاڻ ٽکڙ مان هڪ علمي، ادبي ۽ ديني رسالو ’الاصلاح‘ به جاري ڪيائين ۽ ڪيتري وقت تائين انهيءَ رسالي جي ذريعي ديني ۽ ادبي شعور پيدا ڪندو رهيو هن ڪجهه ڪتاب به لکيا، جن ۾ ’خطبات روشن‘ (سنڌي خطبا)، ’انشاءِ روشن‘ (فارسي مضمونن جو مجموعو)، ’جواهر نفيسه‘ (فارسي) ذڪر جوڳا آهن. سنڌي، اردو، عربي، فارسي ۽ پشتو ۾ شاعري ڪيائين. 63 سالن جي ڄمار ۾ 1361هه/ 1942ع ڌاري وفات ڪيائين. ’مقبري شريف‘ ٽکڙ ۾ پنهنجي پياءُ محمد يعقوب جان جي پير ۾ دفن ٿيل آهي.

**پير محمد پانڊياٽي** (لارين وارو): پير محمد پانڊياٽيءَ 1901ع ۾ جنم ورتو 1920ع ۾ ٽرانسپورٽ جو ڪاروبار شروع ڪيائين، ان ڪري عام ماڻهن وٽ ’لارين وارو‘ مشهور ٿيو تحريڪِ آزاديءَ جو گمنام سپاهي رهيو آهي. خلافت تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتائين. قائداعظم محمد علي جناح جي هدايتن تي چونڊن ۾ مسلم ليگ جي اميدوارن جي مدد ڪيائين ۽ ڪيس ورڪ لاءِ پنهنجون بسون ۽ ٽرڪون ڏنائين. قيام پاڪستان کان پوءِ سنڌ جي بارڊر تي مهاجرن جي آمد وقت سندن آبادڪاريءَ لاءِ ڪم ڪيائين. علم ۽ ادب جو شوقين هو شاهه عبداللطيف ڀٽائي ۽ علامه اقبال جو عاشق هو 30 آگسٽ 1968ع ۾ وفات ڪيائين.

**پير محمد 'پيرل' ميمڻ**: پير محمد عرف پير بخش عام طرح 'پيرل فقير' جي نالي سان مشهور هو. سندس والد جو نالو محمد سلطان ميمڻ هو. پيرل فقير 1870ع ۾ ڳوٺ ويجي، تعلقي خيرپور ناٿن شاهه ۾ جنم ورتو هو. پنهنجي وقت جو سنو شاعر ۽ سگهڙ هو. سنڌي پرائمري تعليم سان گڏ قاضي محمد عالم قريشيءَ جي صحبت ۾ رهي عربيءَ ۽ فارسيءَ کان به واقف ٿيو. پيرل فقير جو ڪلام اثر انگيز ۽ دل آويز آهي. جنهن ۾ سادگي، نفاست ۽ رواني آهي، جنهن ۾ هن معاشرتي براين ۽ بڇڙاين تي ناقدانه نظر وڌي آهي. سندس ڪلام اخلاقي ۽ اصلاحي آهي. سندس ڪافيون، ڪلام، غزل، گيت، سهرا ۽ ٽيهه اکريون رسالن، ڪتابن ۽ اخبارن ۾ ڇپجنديون رهيون. سندس شاعريءَ جو هڪ ڪتاب 'من اندر جي لوچ' سندس وفات کان پوءِ ڇپيو. پيرل فقير 1937ع ۾ وفات ڪئي.

**پير محمد زمان شاهه هاشمي**: سخي هاشم جي اولاد، هاشمي مٽياري ساداتن جي پڳدار، سيد پير محمد زمان شاهه، سيد بقادار شاهه هاشميءَ جي گهر ۾ 11 نومبر 1916ع تي مٽيارين ۾ جنم ورتو. سندس پرورش سندس چاچي الهيار شاهه جي نگرانيءَ ۾ ٿي. محمد زمان بي. اي آنرز ۽ ايم. اي تائين تعليم حاصل ڪئي. ڪيس انگريزي ٻوليءَ ۽ موسيقيءَ جي فن ۾ وڏي مهارت حاصل هئي. پير صاحب حيدرآباد ميوزڪ آرٽس سرڪل جو چيئرمئن به رهيو. موسيقيءَ تي سندس هڪ ڪتاب انگريزيءَ ۾ ۽ هڪ سنڌيءَ ۾ 'علمِ موسيقي' جي نالي سان لکيل آهي، جنهن جو پهريون حصو 1967ع ۾ لکيائين، جيڪو 25 صفحن تي مشتمل آهي. هي ٻئي ڪتاب بدقسمتيءَ سان اجا تائين ڇپجي نه سگهيا آهن. سياست ۾ به سندس ڪردار رهيو آهي ۽ عبدالستار پيرزادي جي وڏي وزارت جي دور ۾ گهروکاتي جو صلاحڪار به رهيو. موجوده دور جي مشهور معروف گلوڪاره عابده پروين کي ريڊيو تي سائين محمد زمان شاهه ئي متعارف ڪرايو. پاڻ فنڪارن/ گوين جو معترف ۽ مددگار رهيو. هر وقت گويا ۽ فنڪار سندس اوطاق تي موجود رهندا هئا ۽ موسيقيءَ جون محفلون ٿينديون رهنديون هيون. پير صاحب کي ٽي فرزند سيد پير الهيار شاهه، سيدار شاهه ۽ عرفان شاهه نالي آهن، جن مان سيد پير الهيار شاهه ڪانئس پوءِ سجاده نشين آهي. سندس وفات 21 سيپٽمبر 1993ع تي ٿي.

**پير محمد شاهه**: پير محمد شاهه مٽيارين جي باقيل پوٽن ساداتن مان سيد مير اول شاهه جو فرزند، وقت جو وڏو بزرگ ٿي گذريو آهي. هن 2 جون 1891ع مطابق 22 شوال 1308 هجريءَ ۾ مٽياريءَ ۾ جنمن ورتو. شروعاتي تعليم مٽياريءَ جي استادن وٽ حاصل ڪيائين ۽ اتان جي مشهور استاد مولوي قاضي لعل محمد کان عربي ۽ فارسي جي تعليم حاصل ڪيائين. پير صاحب زندگيءَ ۾ تيرهن حج ڪيا هئا. راڄ جو پڳدار به هو جنهن بابت سائين جي. ايم. سيد پنهنجي ڪتاب "جنب گذاريم جن سين" ۾ لکيو آهي ته: "هنن جي پاڙي جو اصل ڄاموٽ، سيد ڇٽن شاهه هو جو لاولد ٿي وفات ڪري ويو ان کان پوءِ ڄاموٽيءَ جي پڳ خالي رهي. جيڪا جملي پائرن ڳڏجي حاجي الله اوپائي شاهه کي ٻڌائي، جنهن جڏهن 1345هه/ 1926ع ڌاري وفات ڪئي ته پائرن ڳڏجي الحاج محمد شاهه کي ڄاموٽ مقرر ڪيو" هو بزرگ انگريزن خلاف آزادي واري جدوجهد ۾ به سرگرم رهيو ان دؤر ۾ جواهر لال نهرو جي ميزباني ڪرڻ ڪري 90 ڏينهن لاءِ نظربند به ٿيو هو ان کان سواءِ هن پائرن کي مسلمان ڪرڻ ۾ هندن طرفان جڏهن مٿس ڪيس داخل ڪيو ويو ته ڇوڪرن کي واپس ڪرڻ بجاءِ ٻه سال قيد ڪاٽڻ کي ترجيح ڏنائين. پير صاحب برادري سطح تي قائم ڪيل تنظيم 'انجمن سادات مٽياري' جو جنرل سيڪريٽري به رهيو. پير محمد شاهه ڄاموٽ خلافت تحريڪ ۾ به ڀرپور حصو ورتو جڏهن خلافت تحريڪ ڀاران ترڪ موالات جو اعلان ڪيو ويو ته انگريزن ان جي ٽوڙ لاءِ امن سڀائون قائم ڪيون هيون، جن تي حق پرست عالمن، امن سڀائن خلاف 'علماءِ سُوءِ' نالي سان فتوائن جو مجموعو جاري ڪيو جنهن ۾ پير صاحب به امن ڪميٽين جي خلاف فتويٰ ڏني. پير صاحب کي شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي قائم ڪيل تنظيم 'آزاد سنڌ ڪانفرنس' جي مٽياريءَ جي يونٽ جو نائب صدر مقرر ڪيو ويو هو. اهڙيءَ طرح پاڻ سڄي زندگي اسلام ۽ قوم جي خدمت ڪندي گذاريائين.

**پير محمد لکوي** (وفات 1600ع): پير محمد لکوي، ڳوٺ لکي ضلعي شڪارپور جو رهواسي هو سندس احوال سڀ کان اول پروفيسر لطف الله بدويءَ پنهنجي تاليف "تذڪره لطفي" پهرين جلد ۾ ڏنو آهي، پوءِ سمورن محققن ۽ ادبي تاريخ نويسن اتان ئي حوالو ورتو آهي.

لطف الله بدوي لکي ٿو ته: "قاضي قادن کان پوءِ ارغوني دؤر ۾ هڪ عارف جو نالو اچي ٿو جنهن جو اسم گرامي حضرت پير محمد لکوي هو پاڻ اصل ٺٽي جو رهاڪو هو پوءِ هجرت ڪري اچي لکيءَ ۾ رهيو لکي اُن زماني ۾ اُتر سنڌ جو هڪ وڏو شهر هو جو پوءِ زماني جي انقلاب کان ويو پَٽُ پوندو.

اڳتي هلي مخدوم پير محمد لکيءَ جي باري ۾ لکي ٿو ته: "هُو عالم ۽ خدا رسيده شخص هو هن جي الاهي محبت جون ڳالهيون گهڻيئي مشهور آهن. سندس مقبرو لکي (ضلعي شڪارپور) جي پس گردائيءَ ۾ آهي". اُن کان پوءِ پير محمد لکويءَ جو اهم نظم ڏنو اٿس، جيڪو الف اشباع جي طرز تي هڪ طويل نظم آهي، بدوي صاحب اُن جو اقتباس پنهنجي والد امام بخش 'خادم' جي 'بياض خادمي' جي تذڪري ۾ ڏنو آهي. هيءَ اُها طرز آهي، جنهن تي پوءِ سنڌ جي ۽ خاص طور ٺٽي جي عالمن مذهبي، فقهي ۽ درسي نظم ڪتابن جي صورت ۾ لکيا، جن مان گهڻا شايع به ٿيا. هن نظم کي لطف الله بدويءَ 'نظم اشتقاقيه' جو عنوان ڏنو آهي:

اي صبا! واءِ خدا جا خاطي خير هتاءِ،
تون ريبارو رحمان جو ۽ قاصد قريباءِ،
تون ميان جي محبوبن جو پيڪ سنڌو پياءِ،
تون پانڌي پيارن جو اولي اڪڙياءِ،
تون سائي سڪاين جو ماهر اڪڙياءِ،
آڻي حبيبن جون خبرون خوشحالاءِ،
ني نياپا نينهن جا، واڍوڙين وتاءِ.

**پير محمد مراد جي مزار ۽ قبرستان**: هي قبرستان ڪلهوڙا دور جو آهي. دادو شهر جي اوڀر ۾ پير مراد جي پهرين مزار دادو شاهه پاٽن لڳ هئي، جيڪو هاڻي 'سيد نبن شاهه' جو ڳوٺ سڏجي ٿو هي ڳوٺ ڪچي ۾ هئڻ ڪري ٻوڏ جي خطري ۾ رهندو هو انڪري هن بزرگ، کي هئي هنڌ دفن ڪيو ويو پر اتي درياهه اچي پاتو ان ڪري سندس ميت پيتيءَ ۾ بند اتان

ڪيڍي دادوءَ ۾ اچي دفن ڪيائون. پير محمد مراد اصل موري لڳ درسن جو ويٺل هو. سندس مزار اول ڪڇي ۾ هئي، جيڪا بعد ۾ نياز احمد ميمڻ رازي ڊهرائي، نئين ٺهرائي. هن قبرستان ۾ دادوءَ جا پراڻا شهري دفن آهن. جن ۾ سرهيا، ميمڻ، مگسي ۽ ڪنير شامل آهن. دادوءَ جا نامور عالم عبدالله خان مگسي، مولوي سهراب مگسي، ابوبڪر مگسي، نجم الدين آخوند، شفيع محمد آخوند ۽ مرحوم بيبي خديجه وغيره به هتي دفن ٿيل آهن. بخارين ۽ سيدن جو محلو به هتي آهي. استاد بخاريءَ جي وفات ڪان پوءِ جيڪي مرتيا ٿيا آهن، سي اتي پوريل آهن. استاد بخاريءَ جي ٻن پٽن قربان شاهه ۽ حاجن شاهه جون تربتون به هتي آهن. هن وقت مزار جو متولي گلڻ پير آهي.

**پير محمد هاشم جان سرهندي، مولانا:** تحريڪ آزادي جو سياسي اڳواڻ پير محمد هاشم جان سرهندي ولد خواجه محمد حسن جان سرهنديءَ جو جنم 16 ذوالقعد 1322هه مطابق 22 جنوري 1905ع ۾ ٽنڊي سائينداد، ضلعي حيدرآباد ۾ ٿيو. قرآن مجيد جي تعليم مولانا لعل محمد متعلويءَ وٽان حاصل ڪيائين ۽ فارسي ۽ عربيءَ جي تعليم پنهنجي والد ڪان پڙهيو. ان ڪانپوءِ اجمير شريف جي مدرسه معينيه جي مولانا معين الدين وٽ پڙهيو. هن طب جي تعليم پنهنجي پاءُ حڪيم نظام الدين ڪان ورتي، اجمير شريف مان واپس اچي مدرسه 'رڪن الاسلام' ٽنڊي سائينداد ۾ درس ۽ تدريس سان لاڳاپجي ويو. هن سياست جي ابتدا جمعيت العلماءِ هند ڪان ڪئي، جنهن ۾ شموليت اختيار ڪري انگريزن ڪان آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ جدوجهد ۾ ڀرپور حصو ورتائين. هن 14 ۽ 15 آگسٽ 1937ع تي ڪراچيءَ ۾ مولانا حسين احمد مدنيءَ جي صدارت هيٺ جمعيت العلماءِ سنڌ جي جلسي ۾ ۽ حيدرآباد واري قلعي ۾ قاري محمد طيب ديونديءَ جي صدارت واري عظيم الشان جلسي ۾ شرڪت ڪئي ۽ وطن جي آزادي لاءِ جاکوڙ ڪندو رهيو. 23 رمضان 1395هه مطابق 28 سيپٽمبر 1975ع تي وفات ڪيائين.

**پير محمد هالائي:** پير محمد هالائي هڪ وڏو عالم، درس تدريس جو مالڪ ۽ مهمان نواز بزرگ هو. هالن ۾ ايندڙ ويندڙ درويشن ۽ بزرگن جي مهمانداري ۽ خدمت گذاري ڪندو رهندو هو. هڪ دفعي خواجه محمد زڪي ولد خواجه محمد حنيف ولد خواجه عبدالاحد ولد خواجه امام محمد سعيد ولد خواجه شيخ احمد امام رباني مجدد الف ثاني، حج جي ارادي سان ملتان مان ٿيندو هالن ۾ اچي پهتو. هالن جي وڻندڙ آب هوا جي ڪري اتي ڪجهه وقت رهي پيو. جتي مولانا پير محمد هالائيءَ سندس خدمت ڪئي ۽ اوڏر تي سامان وٺي به سندس مهمان نوازي ڪندو رهيو. جڏهن خواجه محمد زڪي هالن مان ٺٽي جي ارادي سان روانو ٿيو ته خواجه صاحب کيس رزق جي ڪشادگيءَ لاءِ دُعا جو چيو. ان بعد روايت آهي ته وٽس رزق جي ڪڏهن به تنگي نه ٿي. مولانا هالائي حج جي سفر دوران مڪي شريف ۾ وفات ڪئي.

**پير محمود الحسن جان سرهندي:** پير محمود الحسن جان سرهندي ولد پير محمد فريد جان 1915ع ڌاري جهرڪ، ضلعي ٺٽي ۾ پيدا ٿيو جتان سندس والد هجرت ڪري پهرين ٻچيري (ضلعي نوابشاهه) ۾ ۽ پوءِ اُتي ئي پنهنجي نالي سان ڳوٺ ٻڌائي رهڻ لڳو. پير محمود الحسن سرهندي شروعاتي تعليم پنهنجي ئي ڳوٺ ۾، پنهنجي والد جي زير نگراني سندس مدرسي مان حاصل ڪئي. پير صاحب ننڍي هوندي کان ذهين هو ۽ راڄ جي ماڻهن سان بهتر وهنوار رکندو هو.

جوانيءَ ۾ خاڪسار تحريڪ ۾ شامل ٿي، نوابشاهه ضلعي جي نئشنل گارڊ جي ڪمانڊ سنڀاليائين ۽ ڏينهن رات محنت ڪري تحريڪ کي مضبوط ۽ متحرڪ ڪيائين. علامه مشرقيءَ سان تمام گهٽي ويجهڙائپ رهيس. آزاديءَ واري تحريڪ دوران مسلم ليگ جي متحرڪ ٿيڻ ڪان پوءِ سندس سياسي وابستگي مسلم ليگ جي اهم ليڊرن، سيٺ حاجي عبدالله هارون، خانبهادر محمد ايوب کهڙي ۽ سر غلام حسين هدايت الله سان ٿي.

50- 1949ع ڌاري تعلقي ڪوآپريٽو زرعي بئنڪ شهدادپور جو بنياد وڌائين ۽ ان جو باني چيئرمئن بڻيو ايوب خان جي دؤر ۾ ٻه ڀيرا صوبائي اسيمبليءَ جي ٽڪيٽ تي چونڊ وڙهيو پر ڪامياب نه ٿي سگهيو. هن 25 جون 1981ع ۾ وفات ڪئي.

**پير مراد:** تعلقي ڪنڊياري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

محمود، ڏٽي ڏنو لونگ اڃڻ، حامد اڃڻ، سوڀو اڃڻ، محمد، غلام علي گهانگهرو، زنگي منگريو، رکيل گهانگهرو، عبدالعليم اڃڻ ۽ پنجل اڃڻ.

**پير مراد شيرازي:** سيد محمد حسين "پير مراد" هڪ ڪامل بزرگ ٿي گذريو آهي، سندس ولادت 830 هه/1426ع ۾ ٿي. سندس باري ۾ ڪيترين روايتون موجود آهن. جهڙوڪ: ولادت ڪان اڳ ۾ حقيقت ۽ معرفت جي ڄاڻو شيخ عيسيٰ لنگوٽيءَ ۽ ٻين الله وارن بزرگن سندس ولادت جي خوشخبري ڏني ۽ پنهنجي ارادتمنديءَ جو اظهار ڪيو هو. اها به روايت آهي ته ڄمڻ بعد اکيون نه کوليائين. پر جڏهن شيخ عيسيٰ لنگوٽي آيو ان وقت اکيون کوليائين. شيخ عيسيٰ کيس ڏسي چيو ته: "هي اهوئي ماڻهو آهي، جنهن جي مريديءَ لاءِ مون کي انتظار هو."

'تذڪرة المراد' ۾ لکيل آهي ته جنهن وقت پير مراد شيرازيءَ جي عمر چاليهه سال ٿي ته پنهنجي طريقت جو اعلان ڪيائين. هر طرف ڪان ماڻهو سندس خدمت ۾ آيا ۽ مريديءَ جو هٿ ورتائون. اهڙيءَ طرح سندس بزرگيءَ جي هاڪ شيخ بهاؤالدين زڪريا جي پوٽي شيخ صدرالدين جي ڪنن تائين پهتي. ان هڪ خادم ملتان مان پير مراد کي گهرائڻ لاءِ موڪليو ۽ کير جو ڀريل پيالو به گڏ موڪليائنس. جنهن مان شيخ صدرالدين جو مقصد هو ته جهڙيءَ ريت هي کير جو پيالو ڀريل آهي، اهڙيءَ ريت طريقت ۾ ٻئي جي گنجائش نه آهي. هڪ ٻي روايت آهي ته ملتان ڪان ٺٽي تائين ايتري پنڌ بعد ۾ نه کير ڦِٽو ۽ نه ئي هڪ ڦُڙو کير جو پيالي مان ضايع ٿيو.

شيخ صدرالدين جو قاصد ٺٽي شهر ۾ پير مراد وٽ اچي حاضر ٿيو. نياپي پهچائڻ ڪان پوءِ کير جو پيالو سندس اڳيان رکيائين. پير مراد نماز جي مصلي هيٺان گل ڪڍي کير جي پيالي ۾ وجهي چيو ته اسان جي جاءِ خالي آهي. مطلب ته جيئن کير جي ڀريل پيالي ۾ گل تري رهيو آهي، تيئن اسان به پيالي ۾ موجود کير مٿان گل وانگر ترندا رهنداسون. اهڙو جواب ملڻ ڪان

پوءِ شيخ صدرالدين جو قاصد واپس ٿيو ۽ پيرائتو احوال وڃي شيخ صاحب جي خدمت ۾ پهچايائين ۽ اهو پيالو به گل سميت سندس پيرن ۾ رکيائين. اها به روايت آهي ته ملتان تائين اهو گل سائو ۽ تازو رهيو. روايتن ۾ اهو به اچي ٿو ته شيخ صدرالدين جي دل ۾ حضرت پير مراد جي ملاقات جو شوق دامنگير ٿيو ۽ سگهوئي ٺٽي اچي پير مراد سان ملاقاتي ٿيو ۽ ٻنهي جي پاڻ ۾ ڏاڍي پريت قائم ٿي وئي.

هڪ ٻي روايت آهي ته شيخ صدرالدين سندس ڪجهه ڪرامتون ڏسي چيو هو ته: "تون مشائخن جي مراد آهين ۽ توکان ٿي مرادون حاصل ٿين ٿيون." ان کان پوءِ سيد محمد حسين "مراد" جي لقب سان مشهور ٿيو. مسجد صفه پير مراد جي آثارن مان آهي، جيڪا اصل ۾ هڪ مڙهي هئي. پير مراد ان مڙهيءَ کي ڍاهي مسجد ٺهرائي. ڄام نظام الدين سمي (سنڌ جي حڪمران) هندن جي شڪايت تي پنهنجي ڀاٽيجي ڄام مبارڪ، شيخ ننڍ، شيخ ماله کي پير صاحب لاءِ موڪليو پر اهي سندس ارادتمند بنجي پيا.

ڄام ننڍي (نظام الدين) ان تي ڄام نظام الدين پنهنجو ارادو بدلايو ۽ خود به پير مراد جي ارادتمندن ۾ شامل ٿيو. هن بزرگ جا هزارين مريد هئا. سيد مراد 63 سالن جي عمر ۾ 893هه بمطابق 1487ع ڌاري وفات ڪئي.

**پير مرد:** تعلقي ڪنڊياري جي هڪ ديهه جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

محمود، ڏٽي ڏنو لونگ اڄڻ، حامد اڄڻ، سوڀو اڄڻ، محمد، غلام علي گهانگهرو، زنگي مگريو رڪيل گهانگهرو، عبدالعليم اڄڻ ۽ پنجل اڄڻ.

**پير مشائخ/ مشاڪ:** شاهه حسڻ/ حسن (تعلقي جوهيءَ) کان ميل ڪن جيتري مفاصلي تي ڏکڻ اوڀر ۾ منڇر جي پاٽيءَ جي ڪوڙي هيٺ هي قديم آثارن وارو ماڳ، پير مشاڪ/ مشائخ جي مزار سبب مشهور آهي. هن هنڌ مشهور آرڪيالاجسٽ اين جي مجمدار جي کوٽايل ٽن تجرباتي کڏن مان ٻن جون ماپون 10x 10 ۽ 10x 15 فوٽ هيون. هن هنڌ تان ٻين وٿن ڪانسواءِ "منڇر ٿانو" به مليا آهن. جهڙا لال چٽي وٿان مليا آهن. جنهن مان هڪ ته لال چٽي ۽ پير مشاڪ وارن ماڳن جي سهيوڳي هجڻ جو پتو پوي ٿو بيو ته مشاڪ جي کوٽائيءَ مان جيڪي پٿر جا پتا مليا آهن، تن مان ظاهر ٿئي ٿو ته هِتي هنڌ ڏاتو پاهڻي (Chilcolithic) دور جا آهن ۽ هنن جاڙين جاين تي ٺڪرائي جي هڪ نئين روايت ملي ٿي. مشاڪ وٿان سنڌو سڀيتا جي سڃاڻپ واريون وٿون وڏيڪ مليون آهن. ان هوندي به سنڌو تهذيب جو عام ڄاتل ٺڪرائو (ڳاڙهي تي ڪارو) هٽ نه آيو آهي، ان ڪري اهو چئي سگهجي ٿو ته سنڌوءَ سان لاڳاپي هئڻ جي باوجود منڇر جي تهذيب پنهنجي انفراديت قائم رکي آهي. ان کان سواءِ به ٻيا ماڳ يعني "ماڙي پٽ" ۽ "روهندو" (شيخ ڏمڻ کان اٽڪل ميل ڪن اپرندي) منڇر جي پاٽيءَ هيٺ موجود آهن. جن بابت پوري پروڙ نه آهي ۽ نه وري انهن جي ڄمار جي ڄاڻ ملي ٿي. گمان غالب آهي ته هي ٻئي هنڌ به مشاڪ ۽ لال چٽي جا جوڙ ۽ "منڇر ٿانون" جا مرڪز آهن. اهي پڪ ئي پڪ مهاڻن جا ماڳ رهيا آهن، جيڪي مغربي مهاڻن وانگر ڍنڍين ۾ جاليندا هئا ۽ پنهنجي مخصوص ثقافت جا مالڪ هئا، جيڪي ٿي سگهي ٿو پٿر يا ڏاتو پاهڻي دور جي پاٽيءَ ۾ ڪوڙيل يا سٽيل ڪاٺين تي اڏيل گهرن (Pile Dwellings) ۾ رهندا هجن ۽ سندن گذران جون مکيه شيون مڇي، پکي، ڍانڊي گاهه ۽ ان جي سرواهي پيداوار (By Product) هجي. هنن ئي ماڻهن کي "منڇر ٿانون" جو موجد سمجهڻ گهرجي.

**پير مشائخ**[2]: ضلعي خيرپور جي تعلقي گمبٽ ۾ هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ولي محمد پيرزادو، ڪمن سهتو، وزير مگسيجو، وسند ٽنيو نصير ٽنيو، گنبل ٽنيو وزير ٽنيو حاجي محمد ۽ ونڊير.

**پير مشائخ جو ميلو:** پير مشائخ جو روضو دادو جوهي روڊ تي چنڊڻ ٽپڻ بعد اُن جي اولهه ۾ موريءَ کان ميل سوا پنڌ تي آهي. هن بزرگ تي هر سال ميلو لڳندو آهي ۽ تعلقي جوهيءَ جي اهم ميلن مان هڪ آهي. جيڪو گاجي شاهه جي ميلي کان پوءِ لڳندو آهي. پير مشائخ جا متولي ۽ مجاور گوپانگ فقير آهن.

**پير مصري:** ضلعي خيرپور جي تعلقي ڪوٽڏيجيءَ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

دائُو ٻرڙو، شهداد ٻرڙو، ملهار ڪانڌڙو، چنوسيال، منگي ۽ چاڙ.

**پير مظهرالحق:** ناميارو سياستدان پير مظهرالحق 14 سيپٽمبر 1949ع تي حيدرآباد ۾ پير شاهنواز جي گهر ۾ جنم ورتو. پير صاحب اڳوڻي وزيراعليٰ پير الاهي بخش جو پوٽو ۽ نامور سياستدان قاضي محمد اڪبر جو ڏوهٽو آهي. پيپلز پارٽيءَ جي سينيئر ميمبرن ۾ شمار ٿيندڙ پير مظهرالحق بي. اي ۽ ايم. اي (سياسيات) جون ڊگريون سنڌ يونيورسٽيءَ مان ورتيون. پير مظهر ان دؤر ۾ پيپلز پارٽيءَ ۾ شامل ٿيو جنهن دؤر ۾ ڪيترائي پ.پ ميمبر ضياء الحق جي مارشل لا جي دؤر ۾ پارٽيءَ کان ڪناره ڪش ٿي رهيا هئا.



پير مظهرالحق نوجوانيءَ ۾ صحافت به ڪئي ۽ روزاني اخبار 'عبرت' ۾ ٻارن جي صفحي 'ٻارن جي ٻاريءَ' جو انچارج به رهيو ۽ 'ماما موجيءَ' جي نالي سان ڪيترا دلچسپ ليک به لکيائين. ڪيس ادب جي مطالعي جو ننڍپڻ کان وٺي وڏو چاهه رهيو آهي.

پير مظهرالحق پهريون ڀيرو 1988ع ۾ صوبائي اسيمبليءَ سنڌ جو ميمبر چونڊيو. ان دوران هو حڪومت سنڌ ۾ هائوسنگ ۽ ٽائون پلاننگ جو وزير ۽ پارلياماني معاملن ۽ قانون جو وزير به رهيو. ان کان پوءِ 1990ع، 1993ع ۽ 1997ع تائين مسلسل صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊبو آيو. پرويز مشرف جي دور حڪومت (2002ع) وارين چونڊن دوران پير صاحب خود ساخته جلاوطنيءَ هيٺ ملڪ کان ٻاهر رهيو، پر ان عرصي ۾ سندس نياڻي، مارئي مظهر 2002ع ۾ ايم. پي. اي چونڊي. پير مظهرالحق، پنهنجي سموري سياسي زندگي پيپلز پارٽيءَ کي ارپي آهي ۽ ڪيترا ڀيرا جيل به ويو آهي.

2008ع جي چونڊن ۾ جڏهن پيپلز پارٽي پوري پاڪستان مان اڪثريت سان کٽيو ته پير مظهر الحق به سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊجي پارلياماني پارٽيءَ جو ليڊر منتخب ٿيو. هو هن وقت هو سنڌ جو سينيئر وزير آهي ۽ وٽس تعليم ۽ خواندگيءَ جي وزارت جو قلمدان به آهي. ان دوران پير صاحب ڪجهه عرصي لاءِ سنڌي ادبي بورڊ جو چيئرمئن به رهيو.

**پير مُغان:** اُهو پيشوا، جيڪو مُريدن ۽ سالڪن کي الاهي عشق جي سُتي پياري. مئخوارن ۽ مئخاني جو تصور آڳاٽو معلوم ٿئي ٿو غالباً اهو تصور سنڌ ۾ ايراني تمدن جي اثر جو يادگار آهي. زردشتي متن جا مهندار "مغان" سڏبا هئا. مئي/ مڌ جو دور سنڌن رسمن جو حصو هو. ۽ "مغ" (مُڪ) سنڌن وڏو ساقي ۽ مئخواريءَ جي رسم جو مهندار هو. سنڌي ترڪيب جي لحاظ سان ساقي عورت کي 'مغي' چئي سگهجي ٿو ۽ لفظ 'موڪي' 'مُغي' جي بدليل صورت به ٿي سگهي ٿو سنڌي شاعريءَ ۾ پير مغان جو لفظ/اصطلاح تمام گهڻو استعمال ٿيو آهي ۽ ان جي اصطلاحي معنيٰ مرشد ۽ رهبر آهي.

**پير مگيو:** ضلعي ۽ تعلقي خيرپور جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: پير مگيو، ڳنپير (ٻه ڳوٺ) ۽ لانگاهه.

**پير موسيٰ، نواب:** هيءُ بزرگ سمن ۽ تغلقن جي دور ۾ ٿي گذريو آهي، جيڪو ملتان جي سهروردي مخدومن سان تعلق رکندو هو اسلام جي تبليغ جي لاءِ ملتان کان بکر ۾ اچي رهيو. گهوٽڪي، ماٿيلي ۽ سکر جي آسپاس رهاڪو راجپوت قبيلن ۾ اسلام جي تبليغ ڪيائين ۽ سندس تبليغ سان راجپوتن جي ٻن شاخن، مهرن ۽ ڌاريجن اسلام قبول ڪيو انهن قبيلن جا ڄڻيا اڄ تائين پير موسيٰ نواب جي درگاهه (بهاولپور رياست) تي موجود آهن.

**پير، مولانا نثار احمد سرهندي:** پير مولانا نثار احمد ولد مولانا پير مجدد سرهندي 1343 ھ مطابق 1924ع ۾ شڪارپور ۾ ڄائو. هن سموري تعليم پنهنجي والد ۽ مولانا عبدالله ماتليءَ واري وٽان حاصل ڪئي ۽ 1958ع ۾ فارغ التحصيل ٿيو. ان کانپوءِ سندس والد جي قائم ڪيل مدرسه عربيه "انوار العلوم مجددي" شڪار پور ۾ درس و تدريس جو ڪم ڪندو رهيو. پير صاحب 1401 ھ مطابق 1980ع ۾ وفات ڪئي.

**پير مونا ڳڙهه گبر بند:** سارونا ماٿري بلوچستان ۾ اوائلي زماني جا زراعتي مقصدن لاءِ ٻڌل بند ڪافي تعداد آهن. جيڪي "گبر بند" ڪري سڏجن ٿا. محققن جو خيال آهي ته اهي بند تاريخ کان اڳ واري دؤر جي ماڻهن. نين مان وهي ايندڙ پاڻي کي جهلي، ساڳئي پاڻي کي زراعتي مقصدن لاءِ استعمال هيٺ آندو ويندو هو. ساڳيو نمونو اڄ به ڪاڇي جي علائقن ۾ نين يا برسات جي پاڻي کي روڪڻ لاءِ اهڙا ننڍا ننڍا بند ٻڌا ويندا آهن. جن



پير مونا ڳڙهه گبر بند

کي "لٿيون" ڪري سڏجي ٿو هي گبر بند احمد بند سان لڳو لڳ پير موناڳڙهه جي پرسان اهي. پير مونا ڳڙهه وٽان موهن جي دڙي ۽ آمري دؤر جون وٿون، جن ۾ ٺڪرائون ٿانوَ زيورَ، مٽيا ۽ ٻيون عام استعمال جون شيون مليون آهن. هن گبر بند ناهڻ سبب نئن سارونا جو پاڻي روڪي، ان مان آبادي ڪئي ويندي هئي. هن بند جو هڪ حصو 16 فوٽ اوچو ۽ مجموعي طور 16 فوٽ ويڪرو آهي، ٻيو حصو به 8 کان 9 فوٽ اوچو آهي. بند ڇاڪاڻ ته هاڻي استعمال هيٺ ڪونه آهي. ان ڪري ڪيترن هنڌن تي ختم ٿي ويو آهي.

موناڳڙهه بند، احمد بند ۽ ڪاساٽي بند جو همعصر آهي. جيڪي پنج هزار سال اڳ ۾ اڏيا ويا هئا. هن بند جي اڏاوت ۾ گبر بند جي تري ۾ ڳوڙا گهڙيل پٿر استعمال ٿيل آهن.

**پير، ميان غلام مجدد:** هن جا وڏا افغانستان کان 1214ھ/ 1799ع ڌاري لڏي اچي مٽيارين جي ڳوٺ ۾ رهڻ لڳا. سندس خاندان جا مريد اڳي ئي سنڌ ۾ هئا. پهرين هو سنڌ ۾ اچي نذرانا وٺي موٽي واپس ويندا هئا، پر افغانستان ۾ حالتون سازگار نه ڏسي، سنڌ ۾ هميشه لاءِ لڏي آيا. سندن خاندان جو مفصل احوال "عمدة المقامات" ۾ ڄاڻايل آهي.

ميان غلام مجدد 6 رجب 1300ھ مطابق، 20 مئي 1882ع تي مٽياري شهر ۾ ڄائو. هن ديني تعليم مولوي حاجي حسن الله صاحب پاٽائيءَ کان مٽياريءَ مان ورتي ۽ ان وٽ ئي تحصيل ڪري، دستاربندي ڪيائين. ان کان پوءِ 1321ھ مطابق 1903ع ۾ حج بيت الله ۽ زيارت نبوي لاءِ حجاز ويو ۽ خيريت سان موٽي آيو. سندس والد خواجه عبدالحليم مجددي، 1331 ھ مطابق 1913ع ۾ وفات ڪئي. جنهن کان پوءِ وڏي فرزند هئڻ ڪري ڪيس سجاده نشينيءَ جي دستار ٻڌائي وئي.

ابتدائي زماني ۾ پاڻ مذهبي تبليغ ۽ تعليم جي اشاعت ۾ وقت گذارڻ لڳو. جڏهن 1920ع ۾ خلافت تحريڪ شروع ٿي، ته ان ۾ دلچسپي وٺڻ شروع ڪيائين ۽ خلافت ڪانفرنس جي جلسن ۾ تقريرون ڪيائين. هن تنظيمي طور تي هڪ به ڪانفرنسون پاڻ ڪوٺايون. پير سرهنديءَ کان سواءِ ان وقت سنڌ جي مکيه پيرن مان پير صاحب جهنڊي وارا، ڪي راشدي پير، مولانا تاج محمد امروٽي، مولوي غلام احمد ملڪاڻي ۽ ڪاماري شريف وارا پير، انهيءَ هلچل ۾ حصو وٺي رهيا هئا. جوش ۽ جذبي سان تقريرون ٿينديون هيون، ان ڪري ڪيترا ڪارڪن جيلن ۾ ويا. انهي سلسلي ۾ پهرين جن سنڌي پيرن کي گرفتار ڪري مٿن ڪيس هلايا ويا، سي پير محبوب شاهه (جهنڊي واري سائين رشد الله جو ننڍو ڀاءُ) ۽ پير تراب علي شاهه راشدي هئا. ٻيا پير ته مولوي فيض الڪريم جي جاري ڪيل فتويٰ (خلافت تي ترڪن جو حق ڪو نه هو) صحيحون ڪري وڏي بدناميءَ جو باعث بڻيا هئا، پر سنڌي پيرن مان هي پهريون پير هو، جنهن 8 کان 10 جولاءِ 1921ع تي، ڪراچيءَ ۾ مولانا محمد علي "جوهر" جي صدارت هيٺ ڪوٺايل خلافت ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿي، ان ۾ پاس ڪيل هن ٺهراءَ کي ٽيڪو ڏنو هو ته مسلمانن کي انگريزي فوج ۾ ڀرتي نه ٿيڻ گهرجي.

انهيءَ سلسلي ۾ ان کي مولانا محمد علي جوهر، مولانا شوڪت علي، مولانا حسين احمد مدني، مولانا نثار احمد ڪانپوري، ڊاڪٽر سيف الدين ڪچلو، شنڪر آچاريا ۽ تيرٿداس وينڪرام سان گڏ، ٻه سال جيل جي سزا ڪاٽڻي پئي. جنهن استقلال سان هن رتناگري جيل ۾ اها سزا ڪاٽي، تنهن هن کي آل انڊيا شهرت جو مالڪ بنائي ڇڏيو جيل ۾ هن قرآن شريف ياد ڪيو ان کان پوءِ مختلف سياسي ۽ سماجي تحريڪن ۾ حصو وٺندو رهيو. جڏهن ڪانگريس کان ڪي سياسي ڪارڪن علحده ٿيا ته هي به جدا ٿي ويچي، مسلم ليگ ۾ شامل ٿيو. آخري وقت ۾ حيدرآباد ۾ رهندو هو ۽ سيد علي اڪبر شاهه سان گڏجي، جامعه عربيه مدرسو برپا ڪرايائين.

پير صاحب عربيءَ جو وڏو عالم هو مذهبي معاملن ۾ ماهر خوش خلق، مهمان نواز، عوام سان لاڳاپو رکندڙ ۽ سمجهدار بزرگ هو. خلق جي خدمت پنهنجي زندگيءَ جو مقصد ڪري ڇڏيو هئائين. سائين جي. ايم. سيد سان سندس خلافت جي ڏينهن ۾ واقفيت ٿي، سندن آخري وقت تائين دوستاڻا تعلقات رهيا. 16 جمادي الثاني 1377 مطابق جنوري 1958ع ۾ وفات ڪيائين.

**پير، ميان غلام نبي "پنيل"**: پير ميان غلام نبي عرف "پنيل" ولد مخدوم محمد زمان، 25 آگسٽ 1852ع ۾ ڄائو. سنڌي، فارسي، اردو ۽ عربيءَ جو ڄاڻو هو ۽ هڪ خوش ڪلام شاعر پڻ هو. سندس ڪلام جو اڌ حصو گم ٿيل آهي ۽ باقي حصو توحيد ۽ تجليات جو آئينو آهي. سندس والد درگاهه غوث الحق حضرت مخدوم نوح جو ٻارهون ۽ سندس پاڻ مخدوم امين محمد تيرهون سجاده نشين هو. هن 17 آگسٽ 1887ع ۾ وفات ڪئي.

**پير ميان محمد شاهه**: پير محمد شاهه، جيلاني خاندان سان تعلق رکندو هو. سندس وڏا ڪشمير جا هئا ۽ پير محمد شاهه به اُتي ئي ڄائو. سندس والد، سلسله طريقت جي بيعت خواجه نظام الدين ڪشميري ۽ خواجه محمد قاسم موهڙي شريف کان ورتي هئي، 1896ع ڌاري سنڌ ۾ آيو ۽ ڳوٺ ڪنڊڙي تعلقي بدين ۾ اچي رهيو. ڪجهه وقت کانپوءِ ڪيس هڪ هندوءَ کي زوري مسلمان ڪرڻ جي ڏوهه ۾ سزا ملي، جنهن مان پوءِ اپيل ڪري آزاد ٿيو.

والد جي وفات کانپوءِ پير محمد شاهه جو وڏو پاءُ سجاده نشين بڻيو. هي وڏي پاءُ کان اجازت وٺي، سڪرنڊ تعلقي ۾ ڀرين گهنديا ڳوٺ ۾ وڃي ويٺو ۽ ڪجهه وقت کان پوءِ سڪرنڊ جي پرَ ۾، حاجي محمد حسن چوهاڻ جي ڳوٺ ۾ رهيو. هن جو سلسله طريقت قادري ۽ نقشبندي هو. وٽس جمعي نماز تي هزارين ماڻهو ايندا هئا، جن لاءِ چون ٿا ته انهن مان ڪيترن کي حال پوندو هو ۽ وجد ۾ اچي ڦٿڪندا، پٽين سان ٽڪر هڻندا ۽ زمين تي ليٽندا هئا. سندس ذڪر راڳ جي نموني تي هوندو هو. ڪيترا چور ۽ قبائلي ماڻهو سندس صحبت ۾ اچي سڌري ويا. ڪيترن پيرن طرفان سندس مخالفت به ٿي، پر هن کي ڪجهه نه ڪري سگهيا. آخري عمر ۾ بيمار گذارڻ لڳو ۽ 29 جمادي الاول 1355هه، مطابق 18 آگسٽ 1936ع، اڱاري جي ڏينهن وفات ڪيائين.

پير صاحب جي وفات وقت سندس فرزند احمد شاهه ننڍو هو مٽياري سيد، ميان حاجي علي اڪبر شاهه باقيل پوٽو سندس خاص خليفن مان هو مختصر عرصي ۾ ئي سندس مريد ٻن گروهن ۾ ورهائجي ويا. هڪڙا پير صاحب جي ننڍي فرزند ميان احمد شاهه جا طرفدار ٿيا، ۽ ٻيا حاجي علي اڪبر جا طرفدار ٿيا، جنهن سڪرنڊ جي ايرندي طرف پنهنجي خانقاهه بنائي هئي. سندس وفات کان پوءِ سندس فرزند سيد حاجي علي احمد جانشين ٿيو.

**پيرن جا ڪرتوت (ڪتاب)**: هيءُ ڪتاب مولوي عبدالرحمان جو لکيل آهي. جنهن ۾ پيرن جي بدعتن ۽ وهم وسوڙل ماڻهن کي ڦاسائڻ وارن ڦندن تي سخت تنقيد ٿيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جي قيمت 3 آنا آهي. هيءُ ڪتاب مولوي محمد جروار سال 1936ع ۾ ڇپايو.

**پيرن جي ترائي**: هيءَ ترائي عمرڪوٽ جي ديهه "ٻهڙائي ٽر" ۾ واقع آهي. پٽن جي وچ ۾ هن ترائيءَ ۾ ڪيترائي مهينا پاڻي رهندو آهي. آسپاس جا ماڻهو پاڻيءَ جي ڏڪار جي حالت ۾ مال کي هتي وٺي ايندا آهن ۽ وري وسڪاري ٿيڻ جي صورت ۾ واپس هليا ويندا آهن.

**پيرن سان رستا ٺاهڻ واري راند**: ننڍڙا ٻار ڪنهن ڍاسوڙي ميدان تي ٻيهي پير پير ۾ ملائي نڪ سامهون هلندا آهن. اهو هڪ راند جو قسم آهي، جنهن کي "پيرن سان رستو ٺاهڻ جي راند" چوندا آهن. ٻار اهي رستا نهايت سڌا ۽ ڪڏهن ڪڏهن جاميٽريءَ جي مختلف شڪلين ۾ ٺاهيندا آهن. ڪڏهن وري وڏن شهرن جي چونڪن، رستن ۽ گهٽين جي نموني هڪ ٻئي کي گوني ڪنڊ تي ڪپي رستا ۽ گهٽيون ٺاهي، هڪ ننڍڙي ۽ سٽريل شهر جو نمونو پيش ڪندا آهن. اهڙيءَ طرح ان سڄي ميدان تي ڪيترن ڳوٺن ۽ رستن جا سڌا ۽ لسا ميدان ٺهي پوندا آهن. هيءَ راند جيتوڻيڪ ڏسڻ ۾ سادي آهي پر ان ۾ ٻارن کي ذهني، جسماني ۽ عملي تربيت ٿئي ٿي ۽ اها راند سڪيا جي ابتدائي ڏاڪي جو ڪم ڏئي ٿي.

**پيرَن سنديون پاٿيون (ڪتاب)**: هيءُ ڪتاب عبدالقيوم "صائب" جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب ۾ 120 صفحا آهن ۽ قيمت ڄاڻايل ناهي. ڇاپو ڀريون بهار پبليڪيشن سانگهڙ، سال 1963ع ۾ ڇپايو.

**پير، نظام الدين سرهندي**: خواجه پير نظام الدين سرهنديءَ جي ولادت 1204هه/ 1789ع ۾ پشاور ۾ ٿي. نظام الدين سرهنديءَ جو والد پير غلام محي الدين پنهنجن ٻن پٽن نظام الدين ۽ فدا محي الدين سان گڏ ڀريون دفعو 1205هه مطابق 1790ع ۾ جڏهن شڪارپور ۾ آيو ته اُن وقت شڪار پور جوگورنر نواب مولا داد افغان هو. جيڪو سندس ڏاڍو معتقد هو. ان کانپوءِ خواجه غلام محي الدين پشاور موٽي ويو. جڏهن پشاور تي سکن جو غلبو ٿيو ته هيءَ بزرگ پنهنجن ٻنهي پٽن ۽ خاندان سميت ٻيهر 1221هه (1806ع) ۾ سنڌ ۾ آيو ۽ هتي اچي مستقل سڪونت اختيار ڪيائين. خواجه محي الدين 1244هه/ 1828ع ۾ وفات ڪئي. سندس مزار حيدرآباد شهر جي سرفراز ڪالوني ۾ آهي.

پير نظام الدين سرهندي شڪارپور ۾ علويه خاندان جي سراءِ ۾ قيام پذير رهيو. سندس وفات رجب مهيني 1273هه مطابق 1856ع ۾ سندس مريد مخدوم محمد صالح وزيرآباد واري مرشد جي وفات تي هڪ ڪتاب "قطع تاريخ ديوان صالح" لکيو. جنهن ۾ 73 صفحا آهن. ۽ ان ڪتاب ۾ 76 فارسي ۽ 3 عربي قطعه تاريخون آهن. هن ديوان جو 1313هه جو لکيل هڪ نسخو ڳڙهي ياسين جي علم دوست شخصيت آغا بدرالدين خان دراني مرحوم جي ڪتبخاني "ڪاشانه ادب" ۾ موجود آهي. پير نظام الدين کي 9 پٽ ۽ 2 نياڻيون پيدا ٿيون. سندس ڇهن پٽن جو اولاد شڪارپور، حبيب ڪوٽ، ڪرن ڳوٺ، ماتلي ۽ راڌڻ ۾ رهي ٿو سندس تصنيفن مان هيٺين ڇئن جا نالا معلوم ٿي سگهيا آهن:

(1) اسرار رموز نقشبنده، (2) مخمس ڪريما، (3) قلمي بياض (مملوڪ پير خليل احمد) ۽ (4) ڪتاب معد الانوار. سندس مزار لکيدر شڪارپور وٽ واقع آهي.

**پير نعمت الله قريشي**: پير نعمت الله قريشيءَ ڀرين اپريل 1920ع مطابق رجب 1338هه خميس ڏينهن هڪ ننڍي ڳوٺ بالو لاشاري لڳ ٻوبڪ اسٽيشن، تعلقي سيوهڻ ۾ جنم ورتو. سندس والد ميان جان محمد قريشي علوي انهيءَ ڳوٺ ۾ ئي درس ۽ تدريس جو ڪم ڪندو هو. ڪيس

بنيادي تعليم لاءِ ويجهي ڳوٺ ڳنپير جي هڪ اسڪول ۾ داخل ڪرايو، جتي دنيوي تعليم سان گڏ ديني تعليم حاصل ڪيائين. بعد ۾ ڦڪا اسڪول ۾ داخل ٿيو. والد جي وفات کان پوءِ ڳوٺ بالو لاشاري ۾ پهچي والده جي خدمت ۾ اچي رهيو. بعد ۾ چوهڙپور ڳوٺ جي مدرسي ۾ داخل ٿيو، جتي ستين ڪلاس جو امتحان پاس ڪيائين. چڪ پراڻي تعلقي دادو جي هڪ درسگاھ ۾ معلم جي حيثيت سان ملازمت جي شروعات ڪيائين، جتي پرائمري تعليم ڏيندو رهيو. ملازمت دوران توحيد جي تبليغ به ڪندو رهيو. صوفي بزرگ حضرت چتن شاھ جي صحبت اختيار ڪيائين. ان کان سواءِ بيعت پير سيد خادم حسين شاھ قادري ملتانيءَ جي ڪيائين. ٻين بيعت ڪامل بزرگ لڪياري سيد نظر محمد شاھ ناصريءَ واري جي ڪيائين. سندس وفات 15 نومبر 1994ع بمطابق 11 جمادي الثاني 1415ع تي ٿي ۽ سندس آخري آرامگاھ گھر جي اڳيان مسجد جي ڏکڻ ۾ آهي، جتي شاندار مقبرو اڏيل آهي. سندس اڪيلو پٽ هن وقت گادي نشين آهي.

پير صاحب جا مريد سنڌ پنجاب، سرحد ۽ بلوچستان کان سواءِ ٻاهرين ملڪن ۾ به آهن، جيڪي هر سال سندس ٻارهينءَ تي شريڪ ٿيندا آهن.

**پير نور شاھ ھاشمي:** الحاج سيد پير نور شاھ ولد سيد بقادار شاھ هاشمي، 1940ع ۾ مٽياري شهر ۾ پيدا ٿيو. مٽياري شهر جي ترقيءَ لاءِ سندن ڪوششون تعريف لائق آهن. سندن گھراڻو مذهبي اهميت ڪانسواءِ هميشه ڪان سياسي اهميت جو حامل به رهيو آهي. سندن چاچي الحاج سيد پير الهيار شاھ هاشميءَ ڪان سواءِ سندس والد سيد پير بقادار شاھ هاشميءَ جو به سياست سان گهرو واسطو رهيو آهي، جيڪو سنڌ جي بمبئيءَ سان الحاق واري دور ۾ بمبئي اسيمبليءَ جو ميمبر رهي چڪو آهي. شهيد ذوالفقار علي ڀٽي پاران پيپلز پارٽيءَ جي تنظيم ڪاريءَ کان اڳ ٻنهي جي گھري دوستي هئي. جيڪو رشتو سندس والد سيد پير بقادار شاھ ۽ ڀٽي جي والد سر شاهنواز ڀٽي جي وقت کان قائم هو. ان ڪري جڏهن ڀٽي صاحب پيپلز پارٽيءَ جي تنظيم ڪاري شروع ڪئي ته مشڪل سياسي حالتن ۽ وڏيءَ عمر جي باوجود سيد بقادار شاھ مٽياريءَ واري علائقي ۾ پيپلز پارٽيءَ جي تنظيم ڪاريءَ ۾ سندس وڏي مدد ڪئي. ڀٽي صاحب ان وقت چونڊن ۾ سندس وڏي فرزند سيد محمد زمان شاھ کي پيپلز پارٽيءَ پاران بيهارڻ جو وعدو ڪيو هو، پر پوءِ ڪن سياسي مصلحتن سبب ڪيس اهو فيصلو بدلائڻو پيو. ان کان پوءِ سيد محمد زمان شاھ مرحوم سياست کان ڪناره ڪش ٿي ويو، پر ان هوندي به هن خاندان جو ڀٽي صاحب ۽ سندس جماعت سان ناتو اڄ تائين قائم آهي.

60 واري ڏهاڪي ۾ پير نور شاھ نوجوانيءَ ۾ ڊسٽرڪٽ ڪائونسل جي ميمبر چونڊجڻ سان پنهنجي سياسي زندگيءَ جي شروعات ڪئي. 80 جي ڏهاڪي جي شروعات ۾ ڪيس شهر جي ٽائون ڪميٽيءَ جو بنا مقابلي چيئرمئن چونڊجڻ جو اعزاز حاصل ٿيو. جنهن تان 1983ع جي ايم. آر. ڊي (تحريڪ) وقت مدي پوري ڪرڻ کان اڳ ئي استعفا ڏئي ڇڏيائين. پير صاحب کي 1990ع ۽ 1993ع وارين چونڊن ۾ صوبائي اسيمبليءَ جي سيٽ لاءِ پيپلز پارٽيءَ نامزد ڪيو. سندس پارلياميٽري سياست جو ٻهريون دور جام صادق عليءَ جي ڪري ڪافي ڏکيو گذريو. سندس هڪ فرزند سيد سوڏل شاھ 2005ع ۾ مٽياري تعلقي جو ناظم ۽ ٻيو فرزند سيد پير اظهر شاھ 2005ع ۾ يونين ڪائونسل مٽياريءَ جو ناظم رهي چڪو آهي.

**پير نـہ هَٽِن پوئٽي** (ڪتاب): هي ناميارو عوامي شاعر استاد بخاريءَ جي چؤسٽن جو مجموعو آهي، جنهن کي سندس فڪري شاگرد علي دوست 'عاجز' سهيڙيو آهي. هو لکي ٿو ته: "چؤسٽن جي هن مجموعي ۾ ڪجھ رباعيون به شامل آهن. جيڪي "لهر لهر دريا" ۾ شامل هيون. "لهر لهر دريا" ۽ "سوجهون پٽڪا واڪا" کان سواءِ جيڪي چؤسٽا ڪتابن ۾ شامل ٿيڻ کان رهجي ويا هئا، ۽ هت هُت پکڙيا پيا هئا ۽




ٿورا ٿورا ٻين ڪتابن ۾ به آيل هئا، تن سمورن کي سهيڙي، هي مجموعو ترتيب ڏنو ويو آهي. هن ڪتاب جو هڪ ڇاپو 2001ع ۾ سنڌي ساهت گھر، حيدرآباد ڇپيو هو. ساڳيو ڪتاب روشني پبليڪيشن پاران 2002ع ۾ به شايع ٿيو. ڊيمي سائيز جي پڪي جلد سان 282 صفحن تي مشتمل هِن ڪتاب جي قيمت 150 روپيا آهي.

**پيرو** (Peru): هن ملڪ جو سرڪاري نالو 'جمهوريه پيرو' ( Republic Del Peru) ۽ پراڻو نالو 'تاهان تن سوئيا' آهي. هي ڏکڻ آمريڪا جو ملڪ آهي جنهن جي اتر ۾ ايڪويڊور ۽ ڪولمبيا، اوڀر ۾ برازيل ۽ بوليويا، ڏکڻ ۾ چلي ۽ اولهه ۾ پئسفڪ سمنڊ آهن.




پيرو جي ڪل پکيڙ 1284640 چورس ڪلوميٽر (495871 چورس ميل) ۽ آبادي 2 ڪروڙ 71 لک 36 هزار آهي. پيرو جي گاديءَ جو هنڌ ليما (Lima) ۽ سڀ کان مٿانهون هنڌ هواسڪاران (بلندي: 6768 ميٽر) آهي. هن ملڪ جي سرڪاري ٻولي اسپيني آهي، جڏهن ته ڪوئچوا ۽ آئمارا ٻوليون پڻ ڳالهايون وڃن ٿيون. هتي جي موسم خشڪ آهي ۽ مختلف علائقن جي آبهوا مختلف آهي.

پيرو جي مکيه زرعي پيداوار ۾ پٽاٽا، ڪيلو، مڪئي، جَوَ، ڪپھ، چانور، ڪٽڪ، ڪافي، ميوا ۽ ڀاڄيون شامل آهن ۽ مکيه صنعتن ۾ ٽيڪسٽائيل، فوڊ پروسيسنگ، هينڊي ڪرافٽ، لوھ، پيٽروليم، ريفائنري،

سيمينٽ، چمڙي جون شيون، پلاسٽڪ، ڪيميائي شيون ۽ گاڏيون اچي وڃن ٿيون. پيرو هڪ آزاد خودمختيار جمهوريه آهي، جتي صدارتي طرز جي حڪومت قائم آهي. هن ملڪ جي آزاديءَ جو ڏهاڙو 28 جولاءِ 1821ع آهي ۽ هن ملڪ جي گڏيل قومن جي اداري (UNO) جي ميمبرشپ 31 آڪٽوبر 1945ع کان آهي.

**پيرو**: پيرن جا نشان. ڳُر ٿيل وهڻ يا چوري ٿيل مال جي پيرن جي نشانن کي "پيرو" چوندا آهن. "پيري" اهي نشان ڏسي ذهن ۾ محفوظ رکندو آهي ۽ پوءِ ڳس سان پير آهوڙيندو هلندو آهي. نيٺ يا ته وهڻ ۽ چور کي هٿيڪو ڪندو يا پيرو وڃائي ويهندو آهي. 'پيري' ڪڻڻ وارا پيري قابل هوندا آهن، جيڪي راج پاڳ يا پوليس وٽ مجيل هوندا آهن.

**پير واٽيو**: تعلقي ڪنڊياري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

نانگور، وسايو انڙ، سرائي خاصخيلي، حاجي سيال، موليڏنو نانگور، نهال ۽ قلندر آباد.

**پيرواهه**: ضلعي ٽنڊي محمد خان ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سليمان سومرو، مغل ڳوٺ، اسماعيل ماڇي، چنائي ٽڪري ۽ حاجي ابراهيم چنو.

**پيروڊي**: شاعريءَ جي ڪنهن به صنف تي لکيل ڪنهن نظم کي ساڳيءَ صنف ۾، پر طنزيه ۽ مزاحيه طور پيش ڪرڻ کي "پيروڊي" چيو ويندو آهي. پيروڊيءَ جو لاڙو مشرق توڙي مغرب جي ادب ۾ عام رهيو آهي.

ڪجهه اخبارن ۽ رسالن ۾ به پيروڊيون شايع ٿين ٿيون. اڄڪلهه سنڌ ۾ ڪي شاعر ٻين شاعرن جي شاعريءَ جون پيروڊيون لکندا آهن.

**پير وريل**: پير وريل هڪ درويش ۽ بزرگ ٿي گذريو آهي. هڪ روايت موجب واهه وهريءَ (ضلعي نوشهري فيروز) مان جوڳين جي هڪ ڄڃ گذري رهي هئي ته ٻيڙيءَ کي حادثو پيش آيو. جنهن ۾ وريل گهوٽ ۽ مائي پاڳڙي مري ويا. وريل کي دفن ڪرڻ کانپوءِ اڳتي هلي 'جوڳين جي پير' جي حيثيت ملي وئي.' پير وريل جي درگاهه موري ۽ نوان جتوئي روڊ تي ڳوٺ هوت خان ڀراڻيءَ لڳ ديهه "عامُر" ۾ آهي. روڊ جي اوڀر طرف مائي پاڳڙيءَ جي به قبر موجود آهي. هتي سنڌ جي قديم ذاتين مان وڳڻ، عامُر جوٽيجا ۽ ڀراڻي آباد آهن. پير وريل جي درگاهه جي سنڀال ڀراڻي ذات وارن جي حوالي آهي، جتي هر سال نومبر مهيني جي پهرين کان ٽين تاريخ تائين ميلو لڳندو آهي.

**پيروزاڻي**: بگٽي قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو پيروزاڻي آهي، جنهن کي ريهيجا به چون ٿا.

- ڪرمتي جت بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو به "پيروزاڻي" آهي، جيڪي ميرپورساڪري ۾ رهن ٿا. حقيقت ۾ هي ڪرمتين جي زنگياڻي ۽ مهيري شاخن مان آهن.

**پيروز پٽي**: ضلعي لاڙڪاڻي، تعلقي قنبر جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

محمد پٽي، ڏٽي بخش مغيري، فتح محمد کهاوڙ، ڇيڙ مغيري، پيروز پٽي، سومر، بکو کهاوڙ ۽ شاهو شيخ.

**پيروز پتافي**: تاريخ ۾ پيروز پتافيءَ جو نالو فيروز به لکيو ويو آهي. سن 1189هه/1775ع ۾ جڏهن ميان سرفراز ڪلهوڙو معزول ٿيو ان وقت ٽالپرن ڪلهوڙن کان پاسيرا ٿي ويا ته راڄو ليکي واحد طاقتور امير ٿي اڀريو. هن ليکي سردار جن اميرن کي نوازيو انهن ۾ پيروز وڏي اهميت رکي ٿو جڏهن ته راڄي ليکيءَ زهر کائي خودڪشي ڪئي ۽ سندس پٽ تاجو ليکي سندس جاءِ نشين بنيو ته ان وقت به پيروز کي اهميت حاصل رهي. لانياريءَ واري جنگ ۾ پيروز ڪلهوڙن پاران ميرن سان وڙهندي مارجي ويو هو.

**پيروز پوٽا**: پيروز پوٽا لسبيلي جي گونگن مان آهن. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ڪتاب "بيلاين جا ٻول" (صفحي 44) ۾ لکيل آهي ته گونگن جي وڏي ڏاڏي جو نالو جهلو هو، جنهن کي ٽي پٽ هئا، جن مان هڪ جو نالو پيروز هو، ان پيروز جي پوٽن پنيان هن پاڙي جو نالو پيروز پوٽا پيو.

- ٻُرن جي سرماڻي، مرياڻي پاڙي مان هڪ پاڙي جو نالو به "پيروز پوٽا" آهي.

**پيروز شاهه**: هن نالي سان ضلعي دادوءَ جي تعلقي ميهڙ ۾ هڪ ديهه آهي.

**پيروز ڪليري**: ميان نور محمد ڪلهوڙي جي دور ۾ مُراد ڪليري هڪ بهادر سالار ٿي گذريو آهي، جنهن جو پٽ پيروز ڪليري هو، جيڪو هالاڻيءَ جي جنگ ۾ ڪلهوڙن پاران وڙهيو. پيروز جو پٽ مراد به هن جنگ ۾ شريڪ ٿيو ۽ لڙائيءَ دوران مارجي ويو هو.

**پيروز واهه**: پيروز واهه ڪلهوڙن جي کوٽايل "نولکي" واهه جي شاخ آهي. جيڪو سنڌو درياهه مان نوشهري فيروز وٽان وهندو هو. نولکي واهه جي ڇيڙي تي مولهڻ وٽان نه واهه: مراد واهه ۽ پيروز واهه ڪٽايا ويا هئا. نوشهروفيروز، پيروز واهه جي ڪنڌيءَ تي آباد آهي.

**پير وسڻ**: تعلقي مير واهه جي هڪ ديهه جو نالو، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ارباب علي چانڊيو، خادم علي چواڻ، پير حسين، چوڌري شير محمد، سرائي نور محمد ڪيميٽو، رئيس بهادر خان زرداري، باقي خان، دلاور خان، حاجي خان هاليپوٽو، خير محمد پنجابي، ڏٽي بخش ۽ زوار غلام حيدر حاجاڻو.

**پير وفا راشدي، ڊاڪٽر**: ڊاڪٽر پير وفا راشدي ولد گلزار احمد خان راشدي 1926ع ۾ ڪلڪتي ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم مدرسه عاليه ڪلڪتي مان حاصل ڪيائين. 1925ع ۾ سندس شادي ٿي. 1946ع ۾ ڪلڪتي يونيورسٽيءَ مان گريجوئيشن ڪيائين. 1947ع ۾ پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ پنهنجي گهر وارن کي وٺي ڍاڪا ۽ بمبئيءَ ۾ رهيو. ان کانپوءِ 1950ع ۾ لاهور آيو، جتي پهرين فري لانس جرنلسٽ جي حيثيت سان ڪم ڪيو ۽ تاليف، ادبي تحقيقات ۽ شعري تخليقات کي پنهنجي روزيءَ جو وسيلو ناهيائين. 1953ع ۾ سندس بدلي لاهور کان حيدرآباد ڪئي وئي. حيدرآباد ۾ گهڻو عرصو رهڻ کانپوءِ مستقل طور تي ڪراچيءَ هليو ويو، جتي 1991ع تائين "انجمن ترقي اردو" ۾ سينئر اسڪالر جي حيثيت سان رهيو ۽ 1992ع ۾ انجمن طرفان "نشان حسن ڪارڪردگي" اوارڊ به مليس. اهو پهريون پيرو نه هيو، بلڪ ان کان پهرين به 1964ع ۾ "سنهرا ديس" جي اشاعت تي فيلڊ مارشل محمد ايوب جي دوِر حڪومت ۾ هن کي بهترين ليکڪ قرار

ڏنو ويو هو. صدر 1966ع ۾ پنهنجي هٿن سان نقد انعام ۽ توصيفي سند سان نوازيو. ان ڪانپوءِ سنڌ يونيورسٽي ان جي تحقيقي مقالي ”اردو ڪي ترقي ۾ اولياء سنڌ ڪا حصہ“ جي پذيرائي ڪئي. 1980ع ۾ هن ڪي پي. ايڇ. ڊي جي ڊگري ڏني. 1985ع ۾ هن حج ڪيو. هن کي انگريزي، فارسي، سنڌي، پنجابي، بنگالي ٻوليءَ تي مهارت هئي. هن گهڻائي مقالا ۽ مضمون لکيا ۽ ترجما ڪيا. جيڪي اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپيا جن ۾ ڪلڪتي جي اخبارن ”آزاد هند“، ”عصر جديد“، ”مارننگ نيوز“، ”ماهوار جديد اردو“، ”هفت روزه نظام“، ٽماهي ”روح ادب“، ماهنامہ ”انشاءِ“، ”لاهور روزانہ“، ”نواءِ وقت“، مغربي پاڪستان ۾ هفتيوار ”چان“، ”خيام“، ”استقلال“ ۽ ”قنديل“.

ڪراچيءَ ۾ روزانہ ”جنگ“، ”نواءِ وقت“، ”جسارت“، ”حريت“، حيدرآباد سنڌ ۾ ”الولي الرحيم“، سنڌيءَ ۾ ماهوار ”نئين زندگي“ ۽ ڄامشوري مان شايع ٿيڻ واري ٽماهي ”مهراڻ“ ۾ شامل آهن. ماهوار ”الانسان“، ”رعنائيان“، ٽماهي رسالو ”محراب بو منبر“ جو اعزازي ايڊيٽر ڪراچيءَ ۾ آهي. اڄڪلهہ جو هلندڙ علمي ۽ ادبي ادارو ”دائره علم و ادب پاڪستان“ جو جنرل سيڪريٽري، تعليمي اداري ”ماڊرن ٽيڪنيڪل ايجوڪيشن سوسائٽيءَ“ جو باني بہ آهي.

**پيرو ڪٽي:** پيرو ڪٽيءَ جو اصل نالو احمد ڪٽي هو. ديهہ ولهاري، تعلقي بدين جو رهاڪو هو. شاهہ لطيف رح جو عقيدتمند هو. ڪيسَ ملير (ڪٽي) ٿاهڻ جو وڏو فن هوندو هو. هڪ دفعي شاهہ لطيف گهنور خان جت جي ڳوٺ ويو. جڏهن اها خبر پيرو ڪٽيءَ کي پئي، تڏهن پنهنجي ٿاهيل خاص ملير (ڪٽي)، حُب مان کڻي وڃي شاهہ صاحب جي ڪلهن ۾ وڌائين. قادري طريقي ۾ لطيف سائينءَ جي هٿ تي بيعت ڪيائين. انهي جذبي کي ڏسي شاهہ صاحب جي خاص مريد رکئي لنڊ، پيرو ڪٽيءَ تان بہ اُٺ گهوري ڇڏيا، جيئن تہ اهي اُٺ، شاهہ لطيف تان بہ گهوريل هئا، ان ڪري پيرو ڪٽيءَ اهي پنهنجي استعمال ۾ نہ آندا. هو مرشد جي نسبت سان اُنن جو ڏاڍو خيال رکندو هو. هن اُهي اُٺ شاهہ صاحب جي هڪ ٻئي عقيدتمند سوامي دربار کي ڏئي ڇڏيا. جتي شاهہ صاحب اُنن کي اڪثر ڏسڻ ويندو هو. پيرو ڪٽي سڄي زندگي پنهنجي مرشد شاهہ لطيف جي محبت جا ڏُڪ ڀريندي گذاري.

**پيرون/ پيلو** (Salvadora): هڪ وچولو وڻ ٻوٽو آهي. هن جا ٻہ قسم ٿين ٿا، جنهن کي کٻڙ ۽ ڄار طور سڃاتو وڃي ٿو هي وڻ ٻوٽو سنڌ، بلوچستان ۽ پنجاب جابلو ۽ ريگستاني علائقن ۾ ٿئي ٿو سنڌ ۾ لاڙ، ٿر ۽ ڪوهستان ۾ عام ملي ٿو هن جي ڦل کي ’پيرون‘ چئجي ٿو هن جا ڏنڊڻ عام جام وڪرو ڪيا وڃن ٿا. جيڪي سندن پاڙن مان ورتا وڃن ٿا. هي جنوري ۽ فيبروري مهينن دوران ٿر ۽ ڪوهستان ۾ ٿيندا آهن. پيرون ٻن قسمن جا اڇا ۽ ڳاڙها ٿين ۽ جيڪي ڏُٽ طور ڪم اچن ٿا. انهن کي سُڪائي ڏُٽ طور ڪم آڻيندا آهن. جنهن کي ڪوڪڙ ڇيو ويندو آهي. جيڪا عزيزن ۽ مٽن مائٽن ۾ تحفي طور بہ موڪلبي آهي. جوان ڇوڪريون ٽولا ڪري گڏجي منداڻتا پيرون چونڊڻ وينديون آهن. ان موقعي تي ڇوڪريون لوڪ گيت بہ چونديون آهن. طبي لحاظ کان پيرن جو اندريون ٻج. حڪمت ۾ گهڻو ڪم اچي ٿو پيرن کي عربيءَ ۾ ڪباٿ، فارسيءَ ۾ تغم پيلو اردو ۽ هنديءَ ۾ پيلو بيج چوندا آهن. هي بلغم ۽ ريح گهٽائي ٿو هن جي پاڙ ڏنڊڻ طور ڏندن جي صفائي لاءِ ڪم آندي ويندي آهي.


پيرون

شاهہ سائينءَ بہ سُر مارئي ۾ پيرَن جو استعمال ڪيو آهي:
’پيرون چونڊينديس پاند ۾، کٻڙن پاس ڪڙي‘

**پيرو وساڻ:** پيرو وساڻ پٽ صالح فقير وساڻ، ويٺل ڪنڊو تعلقو سنجهورو سانگهڙ لڳ ”جهوڙي لئي“ وٽ 1898ع ۾ ليوڪس جي لشڪر سان وڙهندي شهيد ٿيو هو. هن بهادر جو شمار حُر تحريڪ جي ٻارهن ڀروٽين ۾ ٿيندو آهي.

**پير هاشم شاهہ جو مقبرو:** هي مقبرو مٽياري شهر ۾ آهي. چورس رٽ جو هي مقبرو 28x28 فوٽن جو آهي، جيڪو 1175هہ/1761ع هجريءَ ۾ جڙي راس ٿيو. اهڙو ڪتبو مقبري تي لڳل آهي. هي پڪين سرن جو ٺهيل مقبرو مٽيارين جي شهر جي اولهہ ۾ آهي. حيدرآباد- سکر ايندي ويندي نظر ايندو آهي. اندر وري ٻاهر ڪاشيءَ جو سهڻو ڪم ٿيل آهي. مقبرو اصل حالت ۾ نٿو رهي جو وقت بہ وقت سندس مرمت ٿيندي اچي ٿي. مقبري ۾ اندر الهيار شاهہ ۽ نورشاهہ جون تربتون آهن. مقبري کي چوڌاري ننڍڙو ڪوٽ بہ ڏنل آهي.

پير هاشم شاهہ بن سيد آدم شاهہ بن سيد آيل شاهہ بن سيد ناليچگو بن سيد محمد حافظ بن سخي رڪن الدين شاهہ. جنهن جو مقبرو مٽياريءَ ۾ آهي. پنهنجي وقت جو پرهيزگار شخص هو. روايت آهي تہ لطيف سائين جو ڀيءُ سيد حبيب شاهہ سندس مريد هو. جتي لطيف جي ڄمڻ لاءِ دعائون ٻين عالمن ۽ درويشن گهريون، اتي سيد هاشم شاهہ جي دعا بہ اگهامي ۽ لطيف ڄائو. جنهن جي تربيت ۾ سندس هٿ هو. سخي هاشم شاهہ 12 ربيع الاول 1120هہ تي وفات ڪئي. هر سال سندس ميلو 12-13-14 ربيع الاول تي لڳندو آهي.

**پير هدايت الله ٺُلاهي:** پير حاجي هدايت الله ولد محمد ياسين شاهہ راشدي، ڳوٺ پير وڏل شاهہ، تعلقي ڏوڪريءَ ۾ 1846ع ڌاري ڄائو. هن بزرگ پنهنجي والد کان بيعت ورتي هئي. روضي ڌڻي رحہ جي قادري طريقي جو صوفي، جماعت جو مالڪ ۽ وچئين درجي جو عالم هو. ڪيس ڪتابن جمع ڪرڻ جو وڏو شوق هو. فقه حنفيءَ جي پابنديءَ سان گڏ اهل حديث ڏانهن لاڙو رکندو هو پنهنجي والد جي ملفوظات کي، قديم سنڌي زبان ۾، هڪ ڪتاب جي صورت ۾ جمع ڪيائين ۽ ”رسالو ارشاد الطالبين“ مصنف پير محمد ياسين جو. تحت الفظ ترجمو ڪري ڇپايائين. جنهن ۾ قادري طريقي ۽ سلوڪ جا خيال شامل آهن. حاجي هدايت الله شاهہ راشدي ٺُلاهي، لاڙڪاڻي ۾ اربع جي ڏينهن 18 ربيع الثاني 1325هہ/ 1907ع ۾ وفات ڪئي. پير صاحب فارسي، سنڌي، سرائڪي ۽ بروهڪي زبان جو شاعر بہ هو.

**پيري/ پلوڪا/ افائلا:** هي هڪ سڌين شاخن وارو ڪير ڏيندڙ ٻوٽو آهي. جنهن کي پن نہ ٿيندا آهن. هي 1.8 ميٽر کان 3 ميٽر تائين ڊگهو ٿئي ٿو. هن جو چوڏو سائو ٿيندو آهي. جيڪڏهن پن ٿين بہ تہ تمام ننڍڙا ڇهہ ملي ميٽر جيترا ٿين، جيڪي مستطيل بيضوي شڪل تي هوندا آهن. پنن ۾ نسون نہ هونديون آهن. هن جا گل خوشبودار ۽ لسا هوندا آهن ۽ گهڻو ڪري هڪ ٻئي جي سامهون اڍائي سينٽي ميٽر ڊگها هوندا آهن. هن جا ٻج ڇهہ ملي ميٽر ڊگها هوندا آهن. هن ٻوٽي جا ٻارهن قسم ٿين ٿا. جيڪي يورپ، ايشيا ۽ آفريڪا ۾ ٿين ٿا. جڏهن تہ برصغير ۾ هن ٻوٽي جا ڇهہ قسم ٿين ٿا. سنڌ ۾ هن ٻوٽي جو پيري/ پلوڪا/ افائلا قسم ٿئي ٿو جنهن کي سنڌيءَ ۾ ٻوءِ راءِ ۽ پنجابيءَ ۾ 'برابر' چيو ويندو آهي. هن ٻوٽي جي آڪهہ Aculepedence آهي. مٿيون قسم عام جام آهي، جيڪو دادو، ٺٽي، حيدرآباد ۽ ٿرپارڪر ۾ ٿئي ٿو. هي گهڻو ڪري وارياسي جابلو علائقن ۾ ٿيندو آهي. پنجاب ۾ جهلم ۽ ان کان مٿي هماليہ جي لاهين ۾ راولپنڊي، هزارا، وزيرستان ۽ پوري بلوچستان ۾ بہ ٿئي ٿو.

**پيرياٽو گونڊائي:** هي ماڳ ژوب شهر کان 6 ڪلوميٽر اولهہ ۾ ژوب نديءَ جي ڪناري تي آهي. هي قديم ماڳ پنهنجي خاص سڃاڻپ رکي ٿو. هن ماڳ کي 1898ع ۾ لڌو ويو هو ۽ پهرين کوٽائي 1927ع ۾ ٿي. هي ماڳ ڏاتو- پاهڻي دؤر جو ماڳ آهي. 320 x 457.2 ميٽر جڏهن تہ تقريباً ساڍا ايڪيهہ فوٽ زمين جي سطح کان اوچو آهي. هتان ملندڙ ٺڪر تي بلوچي ثقافت جا چٽا چٽ نڪتل آهن. هتان ملندڙ ثقافتي وٿن ۾ دکيون، ساسرون، ڪوپ، ڳنايون، ٿالهيون، پاهڻي پٽا، ٺڪر جا مٽڪا، مرد ۽ عورتن جا بوتا مليا آهن. ٺڪر تي گهڻو ڪري پکين، مڇين ۽ ٻين فطرتي نظارن جا چٽ چٽيل آهن. هتان "ماتا" جو پتلو بہ مليو آهي.

**پيريڪلس** (490-429 ق.م): پيريڪلس يونان جو اڪيلائپ جي زندگي گهاريندڙ، جذبن کان عاري ۽ مغرور شخص هو ۽ گهٽ ماڻهن سان دوستي رکندو هو. گهڻو وقت ڪم ۾ رڌل رهندو هو. ان هوندي بہ اٿينز جو عوام ٽيهن سالن تائين کيس اعليٰ سرڪاري عهدن لاءِ چونڊيندو رهيو. چاڪاڻ تہ ماڻهو کيس جمهوري آدرشن ۾ پختو ويساهہ رکندڙ شخص سمجهندا هئا. ماڻهن کي پورو يقين هو تہ پيريڪلس سوچڻ، سکڻ ۽ تخليقي ڪم ڪرڻ جي آزاديءَ جو ڪوڏيو آهي، جيڪي عمل صرف جمهوريت ۾ ئي



ممڪن ٿي سگهن ٿا. عام ماڻهن جي ان ويساهہ آڌار ئي پيريڪلس صدر ٿيندو رهيو. سندس دؤر کي اٿيني ثقافت جو سنهري دور ليکيو ويندو آهي. هن اٿيني جمهوري نظرين جو پرچار انهن جو ايترو فروغ ڪيو جو اٿينز سندس زماني ۾ سياسي طاقت جي عروج تي پهتل "شهري رياست" بڻجي ويو.

پيريڪلس يونان جي مالدار ۽ مشهور اٿيني خاندان مان هو هو پهريون پيرو عوام ۾ انهيءَ زماني مقبول ٿيو جڏهن انقلابي نوجوانن جي هڪ جٿي اٿينز جي اڳواڻ ٺهيل جمهوري آئين ۾ وڌيڪ جمهوري سڌارا آڻڻ لاءِ جاکوڙ ڪئي. غريب ماڻهن جي جمهوري حقن لاءِ هن جيڪا جدوجهد ڪئي، ان پهرئين ڏاڪي طور کين اها ڪاميابي ٿي، جو ننڍن توڙي وڏن سرڪاري آفيسرن کان وٺي عوامي اسيمبليءَ جي ميمبرن ۽ جيورين لاءِ پگهار مقرر ٿيا. انهن سڌارن جي منظوريءَ کان ٿورو پوءِ 461 ق.م ۾ پيريڪلس کي اٿينز جي ڏهن اسٽريٽجي يا جنرلن جي عهدن مان هڪ لاءِ چونڊيو ويو انهيءَ عهدي تي هو ذري گهٽ پنهنجي موت تائين هر سال چونڊبو رهيو اسيمبليءَ کي اعليٰ ترين اختيار مليل هئا، پر عملي طور اسيمبلي "پيريڪلس" کي هر اهو اختيار ڏئي ڇڏيندي هئي جنهن جي هو گهر ڪندو هو.

يوناني شهري رياستن ۾ اٿينز اها واحد رياست هئي جنهن وٽ پنهنجو بحري ٻيڙو موجود هو ۽ ويڙهہ هيءَ رياست ئي ڪندي هئي. ٻيون شهري رياستون صرف مرڪزي بيهڪ رکندڙ ٻيٽ ڊيلاس ۾ قائم خزاني ۾ رقمون جمع ڪرائينديون هيون. ان ڪري اها ڳالهہ اوس هئي تہ ٻين شهري رياستن کي اٿينز اتحادي سمجهڻ بدران ڏن ڀرو سمجهي، ساڻن اهو ورتاءُ ڪري جيڪو ڏن اڳاڙيندڙ رياست ڏن ڀريندڙ رياست سان ڪندي آهي. اٿينز رياست حڪم ڪندي هئي تہ تہ کين ڪيتري رقم خزاني ۾ ڪنهن بہ حالت ۾ جمع ڪرائڻي آهي ۽ ٻيون رياستون حڪم جي پوئواري ڪندي اها رقم ڀري ڏينديون هيون. نہ رڳو ايترو پر ڪي مثال اهڙا بہ ملن ٿا، جڏهن اٿينز وارن پنهنجو رياستي نظام ٻين شهري رياستن تي زوريءَ مڙهي ڇڏيو هو. جڏهن ڪجهہ ميمبرن استعيفيٰ ڏيڻ جي ڪئي ٿي، تڏهن فوجي طاقت جي استعمال سان کين دٻايو ويو ٿي.

پيريڪلس اٿينز کي يوناني رياستن جو سياسي ۽ ثقافتي اڳواڻ رياست بنائڻ ٿي چاهيو. ليگ وسيلي کيس اهڙي سياسي برتري حاصل هئي. ثقافتي برتري حاصل ڪرڻ لاءِ هن اٿينز ۾ وڏي پيماني تي اڏاوتي ڪم شروع ڪرايا. 480 ق.م ۾ ايرانين هتان جيڪي عبادتگاهون تباهہ ۽ برباد ٿيون هيون، تن جي جاءِ تي نيون عبادتگاهون ٺهرايائين. عمارتن جي اڏاوت جي ڳري خرچ جي پوراءِ لاءِ اٿينز وارن ليگ جي خزاني کي ڊيلاس مان منتقل ڪري اٿينز آندو. ليگ جي ڪجهہ ميمبرن خزاني جي اٿينز ڏانهن منتقليءَ ۽ جنگي فنڊن کي عبادتگاهن ٺهرائڻ تي خرچ ڪرڻ خلاف احتجاج ڪيو. پر اٿينز وارن سندن اعتراضن تي ڪو بہ ڌيان نہ ڏنو ۽ اهي عبادتگاهون آهستي آهستي ٺهي تيار ٿيون. اسپارٽا، جيڪا اٿينز جي ڏاکڻي پاسي هڪ طاقتور رياست هئي اها ٻين جي پيٽ ۾ وڌيڪ آزاريندڙ رياست ثابت ٿي.

اسپارٽا ڪنهن زماني ۾ اٿينز جيتري ئي طاقتور رياست هوندي هئي، پر 490 ۽ 480 ق.م ۾ ايراني حملن جي ڪري ڪمزور ٿي وئي هئي. چاڪاڻ تہ وٽس بحري ٻيڙو ڪونہ هو. جنهن سان هو جنگ جاري رکي سگهي ها. هن اٿينز جي وڌندڙ طاقت جي مزاحمت ڪندي ڊيلين ليگ ۾ شامل ٿيڻ کان نابري واري ۽ عبادتگاهن جي اڏاوت لاءِ رقم ڏيڻ کان انڪار ڪيائين. اُن بدران اسپارٽا ڪيو. جو ان جي چوڌاري جيڪي شهري رياستون هيون، تن سان پنهنجو اتحاد جوڙي ورتو. اٿينز جڏهن پنهنجو اثر

رسوخ وڌائڻ جي ڪئي ته ٻنهي رياستن جو پاڻ ۾ ٽڪراءُ ٿيو ۽ منجهن ڪجهه وقت جنگ ٿيندي رهي. نيٺ اٿينز ۽ اسپارٽا 445 ق. م ۾ ٺاهه ڪيو. جنهن مطابق اٿينز جي سلطنت کي ايجين ۽ سمنڊ پار يوناني شهري رياستن تائين محدود ڪيو ويو. جڏهن ته اسپارٽا گروپ کي زميني شهرن خاص ڪري پيليپونيسس وارن شهرن تي عملداري ڏني ويئي. ان ٺاهه ڪانپوءِ 30 سال امن امان قائم رهيو.

اٿينز ورثي طور دنيا کي ڪافي ڪجهه ڏنو ۽ سڄي دنيا جي حڪومتن تي ان جا اثر اڃا تائين قائم آهن. اٿينز دنيا جي اها پهرين قوم هئي، جنهن جي حڪومت اتان جي ماڻهن جي مرضيءَ مطابق هلائي ويندي هئي. ايٿنز کان دنيا کي جمهوريت جو نظريو مليو.

**پيڙا جو سفر** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌ جي ليکڪا ۽ سياسي ورڪر حميده گهانگهرو جي آتم ڪهاڻيءَ تي مشتمل آهي. هوءَ شاگردي واري




دؤر کان سنڌ جي کاٻي ڌر جي سياست سان وابسته رهي. هن ان دور کان وٺي پنهنجي وَر شهيد نذير عباسيءَ جي شهادت تائين سڄو احوال هن آتم ڪٿا ۾ لکيو آهي. پاڻ ڪيترائي ڀيرا جيل به وئي. رنگين ٽائيٽل ڊيمي سائيز ۽ 176 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 150 روپيا آهي. هي ڪتاب شهيد نذير عباسي فائونڊيشن طرفان آگسٽ 2006ع ۾ شايع ڪيو ويو.

**پيڙو**: مٺائيءَ جو هڪ قسم، مائي جي ٽڪي، جنهن کي ”کير پيڙو“ چوندا آهن. نصرپور، گهوٽڪي، ٺارو شاهه ۽ شڪارپور جا پيڙا مشهور آهن. مٽيءَ يا اٽي جي چاڻي کي به ”پيڙو“ چوندا آهن.

**پيزا ٽاور**: هي ٽاور اٽلي (Italy) جي رياست ٽُسڪيني (Tuscany) جي صوبي پيزا (Pisa) ۾ واقع آهي. هي وچئين دؤر ۾ تعمير ٿيل شاهي گھنڊ وارو ٽاور دنيا جي عجوبن مان هڪ آهي، جنهن جي بناوت به حيران ڪندڙ آهي. هي ٽاور هتان جي جڳ مشهور عمارتن ڊُومو بيپٽسٽري جي پر واري سبز ميدان تي اڏيل آهي. جنهن سبز ميدان کي ڪيمپوڊي مائريڪولي (Campo dei Miracoli) يعني ڪرشمن وارو ميدان سڏيندا آهن. هن علائقي ۾ اڪثر عمارتون پيزا شهر جي عروج واري دؤر (جنهن کي مقامي طور سنهري دور سڏيندا آهن) ۾ تعمير ٿيل آهن. پيزا جي تاريخ موجب اهو دؤر ٻارهين ۽ تيرهين عيسويءَ صدين تي مشتمل هو انهيءَ دؤر ۾ پيزا شهر هڪ بندر جي حيثيت ۾ رومي سمنڊ جي وڏين طاقتن مان هڪڙو هو.

هن جهڪيل ٽاور سان 1173ع ۾ هڪ اڻ وڻندڙ حادثو پيش آيو ٽاور جي منصوبي موجب ڪُل اَٺ طبقن يا ماڙن مان جڏهن شروعاتي ٽي ماڙا اڏجي تيار ٿيا ته ٽاور جو ڪجهه حصو زمين اندر ويهي رهيو ۽ اهو هڪ طرف جهُڪي پيو. تنهن کان پوءِ لڳاتار 180 سالن تائين انهيءَ جي جهڪاءُ کي درست ڪري ان کي سڌو ڪرڻ لاءِ سڄي دنيا جي ڪيترن ئي ڪاريگرن کي گهرايو ويو. نيٺ سن 1350ع ڌاري هڪ ماهر تعميرات ٽوماسوڊي اينڊر ياڊا پونٽيڊيرا (Tomasso di Andrea da Pontedera) هي ڏکيو ڪم ڪرڻ قبول ڪيو ۽ ٽاور جوڙي راس ڪيائين. گذريل اَٺن صدين کان وٺي اڄ تائين اهو پنهنجو جهڪاءُ برقرار رکيو اچي. 1999ع ۾ پيزا ٽاور جي جهڪاءَ واري حيثيت کي متاثر ڪرڻ کان سواءِ ان جي بنياد کي مضبوط ڪرڻ لاءِ محتاط طريقي سان ڪم شروع ڪيو ويو ته جيئن هن تاريخي علامت کي ڪِرڻ کان بچايو وڃي ۽ هن جي جهڪاءَ واري جڳ مشهور علامت به برقرار رهي.

هن علائقي جي اتر ۾ ڪيمپوسانٽو (Campasanto) نالي قبرستان



جيڪو چرچ سان وابسته آهي، تيرهين عيسوي صديءَ جي آخر ۾ تعمير ٿيو. هن قبرستان ۾ اڏيل چٽين جي ديوارن تي ٺيل فريسڪو پلاسٽر آرٽ گهٽي ياڳي ٻي عالمي لڙائيءَ دوران اتحادي ملڪن طرفان ڪيل بمباريءَ سبب تباهه ٿي ويو پر انهيءَ جا ٻه شاهڪار ٽرمف آف ڊيٿ (Triumph of Death) ۽ لاسٽ ججمينٽ (Last Judgment) جيڪي چوڏهين صديءَ ۾ ٺهيا هئا، قدرتي طور بچي ويا آهن. مذڪوره نقش ڪيپيلا امانيٽي (Cappela Ammanati) نالي هڪڙي گوشي ۾ اُڪريل آهن. جنهن کي خوف ۽ هراس وارو هنڌ سڏجي ٿو. هتي نڪولا پسانو جا ڳچ مجسما ۽ پٿر تراشيل آهن. جن مان سندس فني ڪمال جو حقيقي تاثر ملي ٿو.

**پيسٽالازي** (ڪتاب): پيسٽالازي بابت هي ڪتاب علي خان ابڙي ۽ سائين جو سنڌي ۾ ترجمو ڪيل آهي. ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب ۾ 89 صفحا آهن ۽ قيمت 12 آنا آهي. پهريون ڇاپو ، سنڌ پبلڪيشن هائوس، پرڳڙي نيشنل پريس حيدرآباد، سال 1925ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**پيسفڪ سمنڊ**: ڌرتيءَ جي گولي جي اٽڪل ٽئين حصي تي پکڙيل هيءُ سمنڊ پکيڙ جي لحاظ کان دنيا جو سڀ کان وڏو سمنڊ آهي، جيڪو اڪثر مانو هوندو آهي، ان ڪري ”پئسفڪ“ (Pacific) سڏجي ٿو. هن سمنڊ جي هڪ پاسي آمريڪا جون رياستون آهن ته ٻئي پاسي ايشيا ۽ آسٽريليا جا ملڪ آهن. هن سمنڊ کي خطِ استوا واري خيالي ليڪ رستي ٻن حصن يعني اتر ۽ ڏکڻ پيسفڪ ۾ ورهايل تصور ڪيو وڃي ٿو. هن جي وسعت جو اندازو ستر لک چورس ميل ۽ وڌ ۾ وڌ اونهائي، جرمن پهريدار سامونڊي جهاز ايمڊين (Emden's) جي 1927ع واري ٽانگهڻ جي عمل دوران، 35433 فوٽ معلوم ٿي. باقي ان جي سراسري اونهائي ٻن کان اڍائي هزار فوٽن جيتري آهي. هن جي وڌ ۾ وڌ اونهائي فلپين جي منڊانوئا (Mindanoa) ٻيٽ کان ٿورو

پريرو ملي آهي. سمنڊ جي چوڌاري مٿانهن جبلن جو پٽو آهي، جنهن سان لڳ هيٺان سوڙها ۽ ڊگها آواڙا آهن. باقي سمنڊ جو تر لڳ ڀڳ هموار آهي. جنهن ۾ ڪيئي ننڍا ننڍا ٻيٽ ڏيان جوڳا آهن. جن مان ڪي تہ ٽڪريلا آهن، پر ڪي وري مرجان جا ٺهيل آهن. جي سمنڊ جي تري کي ڦاڙي ٻرندڙ جبلن جي سرد مٿاڇرن تي جمع ٿين ٿا. هن سمنڊ جي اتر ۾ بيرنگ اسٽريٽ کان ڏکڻ ۾ اينٽارڪٽيڪا تائين، پکيڙ اٽڪل 9630 ميل ڪٿي وئي آهي. وچ آمريڪا کان منڊانوئا تائين هن جي پکيڙ جو اندازو 9300 ميل لڳايو ويو آهي. هن سمنڊ جي پاڻيءَ جو وڌ ۾ وڌ گرمي پد 80 کان 84 فارنهائيٽ رهي ٿو.



پيسفڪ سمنڊ

هيءَ سمنڊ دنيا جي ٻئي نمبر وڏي سمنڊ ائٽلانٽڪ کان ايراضيءَ توڙي پاڻيءَ جي مقدار ۾ ٻيڻو آهي. اها بہ حيرت جهڙي ڳالهہ آهي تہ ڌرتيءَ جي سمورن کنڊن يعني خشڪيءَ وارن ڀاڱن جي ڪُل ايراضيءَ کان بہ پئسفڪ سمنڊ جي پکيڙ وڌيڪ آهي. هن سمنڊ جي ويڪر ڏکڻ برفي سمنڊ يعني اينٽارڪٽيڪا کان اتر برفي سمنڊ يعني آرڪٽڪ جي وچ ۾ بيرنگ ڳچي سمنڊ تائين 8350 ناٽيڪل ميل ۽ سندس ڊيگھ ڏکڻ آمريڪا جي ڪولمبيا ملڪ جي ڪنارن کان ايشيا جي ملائي جزيرن تائين، پنج ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ سان پُور وچوٽ نموني 11500 ناٽيڪل ميل ٿيندي. هي سمنڊ گهٽ ۾ گهٽ 4280 ميٽر يعني 14050 فوٽ اونهو آهي ۽ مريانا کاهيءَ ۾ ان جي وڌ ۾ وڌ گهرائي 11033 ميٽر يعني 36198 فوٽ آهي. ڌرتيءَ جي اتر اڌ گول ۾ آرڪٽڪ برفي سمنڊ ۽ پئسفڪ سمنڊ بيرنگ ڳچي سمنڊ وٽ ملن ٿا. بيرنگ ڳچي سمنڊ هتي 55 ناٽيڪل ميل ويڪرو آهي. ڏکڻ اڌ گول ۾ پئسفڪ سمنڊ ڏکڻ آمريڪا جي ٽيرادِل فيوگو (Tiera del Fuego) نالي هڪ سوڙهي کاهيءَ وٽ ائٽلانٽڪ وڏي سمنڊ سان ۽ گرهام لينڊ وٽ برفي سمنڊ يعني اينٽارڪٽيڪا سان ملي ٿو. هي سمنڊ اوڀر ايشيا ۾ ملائي، فلپينس، انڊونيشي جزيرن ۽ آسٽريليا کنڊ وٽ هندي وڏي سمنڊ سان غير واضح نموني مليل آهي. پئسفڪ سمنڊ جو پاڻي آسٽريليا جي ڏکڻ ۾ باس ڳچي سمنڊ ۽ تسمانيا جزيرن وٽ اينٽارڪٽڪ يعني ڏکڻ برفي سمنڊ سان وڃي ٽڪرائجي ٿو.

پئسفڪ سمنڊ جو اُڀرندو ڪنارو آمريڪا جي ڪارڊيليران جابلو سلسلي (Cardilleran Mountain System) سان لاڳاپيل آهي. هي جابلو سلسلو اتر ۾ الاسڪا کان ٽيرادِل فيوگو تائين پکڙيل آهي. ان جي سر اتر ۽ سر ڏکڻ وارن پهاڙي ڪنارن کي ڇڏي، باقي سمورو ساحل هڪ ساريڪو آهي. انهيءَ جي ابتڙ هن جو الهندو يعني ايشيا وارو ساحل بناوت ۾ ساريڪو (Regular) ڪونهي.

پئسفڪ وڏي سمنڊ جي هن الهندي ساحل يعني ايشيا واري ڀاڱي سان هن کنڊ جا ڪيترائي علائقائي سمنڊ ڳنڍيل آهن. جهڙوڪ: جاپاني سمنڊ، پيلو سمنڊ، اڀرندو چيني سمنڊ ۽ ڏکڻ چيني سمنڊ وغيره. اوڀر ايشيا جي مشهور وڏين ندين مثلاً آمر (Amur) يا آمون درياهہ، پيلو درياهہ، يانگزي ندي، سيچيانگ ندي ۽ ميڪانگ ندين جو پاڻي مذڪوره لاڳيتي علائقائي سمنڊ معرفت اڻ سڌي طرح پئسفڪ سمنڊ ۾ داخل ٿئي ٿو.

نيوزيلينڊ ۽ اوڀر آسٽريليا جي وچ ۾ ميڪئري رج (Macquarie ridge) زير آب پهاڙي سلسلو آهي. هي پاڻيءَ ۾ لڪل پهاڙي سلسلو پئسفڪ سمنڊ ۽ هندي سمنڊ جي سرحد طور ڄاتو وڃي ٿو الهندي پئسفڪ ڀاڱي ۾ زير آب پهاڙيءَ سلسلو جهڙوڪر چوطرف پکڙيل آهي.

پئسفڪ سمنڊ ۾ هلندڙ تجارتي هوائن جو دارومدار اوڀر خط استوائي هوائن جي گهيرن ۽ چڪرن تي آهي. اوڀر پئسفڪ ڀاڱي وارين تجارتي هوائون خشڪيءَ ڏانهن ٿڌيون هيرون موڪلين ٿيون. پئسفڪ سمنڊ ۾ لڳندڙ تجارتي هوائن جي سراسري رفتار تيرهن ناٽيڪل ميل آهي. فضائي ڪيفيت تقريباً سٺي رهي ٿي ۽ جزوي طور ڪٿي ڪٿي هلڪن ڪڪرن جا ننڍا ننڍا ميڙ موجود هوندا آهن. ڪڏهن ڪڏهن هنن تجارتي هوائن دوران سخت ڀيانڪ طوفان بہ لڳندا آهن. اولهہ پئسفڪ سمنڊ ۾ اٿندڙ هن قسم جي طوفانن کي ٽائيفون (Typhoon) سڏيندا آهن. سامونڊي پاڻيءَ جي وهڪرن جو دارومدار پاڻيءَ ۾ لوڻ جي مقدار ۽ گرميءَ جي درجي تي هوندو آهي. سمنڊ جي تري ۾ پاڻي تمام گهاٽو ۽ سطح تي تمام ڇڊو ٿيندو آهي. انهيءَ صورتحال جو مکيہ سبب گرميءَ جو درجو ٿئي ٿو تري ۾ پاڻي تمام ٿڌو هئڻ سبب گهاٽو هوندو آهي ۽ مٿاڇري تي اهو گرم ۽ ڇڊو هوندو آهي.

پئسفڪ سمنڊ جي ماهيگيريءَ ۾ جپان سڀني ملڪن کان اڳتي آهي. پئسفڪ سمنڊ جي ڪنارن تي آباد قبيلن ۽ قومن سمنڊ شناسيءَ جي ڪوشش گهٽ ڪئي هئي. جيتوڻيڪ انهن ماڻهن پنهنجون تهذيبون ۽ ثقافتون اجاگر ۽ روشن ڪيون هيون، نتيجي ۾ پئسفڪ سمنڊ جي سڃاڻپ يورپي ماڻهن کي سورهين عيسويءَ صديءَ دوران ميسر ٿي. تنهن کان پوءِ يورپي لوڪن پئسفڪ سمنڊ کي اوڀر جي ملڪن (جتي گرم مصالحن جو تمام وڏو ذخيرو موجود هو) تائين پهچڻ لاءِ آسان ذريعي طور استعمال ڪيو.

**پيسڪ**: پيسڪ سنڌ جا ملاح ۽ مهاڻا آهن. جيڪي ڪن جاين تي پاڻ کي "مسرق" بہ سڏائين ٿا. هي سنڌ ۾ تمام ٿورين جاين تي معلوم ٿين ٿا، سندن پيشو مهاڻن وارو آهي.

**پيشُ**: سون جو خاص قسم، جنهن ۾ 24 قيراط سون هوندو آهي، يعني نج سون. هيءَ سون پيلي رنگ جو چمڪندڙ هوندو آهي، جيئن تہ "پيش" تمام نرم سون ٿيندو آهي، ان ڪري ان ۾ سختي پيدا ڪرڻ لاءِ مَٽُ ملائيندا آهن. بين الاقوامي دستور موجب پيش ۾ فقط 2 قيراط مٽ ملائيندا آهن، پر پاڪستان ۾ 22 قيراط بدران 18 قيراط يا 20 قيراط سون ملائيندا آهن، اهو سون کَسوءَ گهٽ قيمت وارو ٿيندو آهي.

**پيش** (Dwarf date Palm): هڪ قسم جي کجيءَ جو ٻوٽو آهي، جيڪو جبل جي ڪڇ ۾ يا نئين جي ڪنارن تي ٿيندو آهي. هي کجيءَ جهڙو گول ٽڙ وارو ٻوٽو آهي، ٽڙ جي گولائيءَ کي گولاڻ سڏيندا آهن. پيش جو ٻوٽو ٻج پوکڻ کان سواءِ پاڙمرادو پيدا ٿئي ٿو. ڪپڙ وانگر جيترو ان کي وڍيو اوترو

گھڙو وڌندو. پيش شروعات ۾ سنگ جھڙو ڦل ڪندي آهي، جنهن کي 'ڪور' سڏين ٿا. ٻور مان 'چيلهه' پيدا ٿئي ٿو جيڪو جڏهن ڪچو هوندو آهي ته سائو هوندو آهي چيلهه ٿورو وڏو ٿئي ته ان کي 'ڪونار' يا "پيش جو ڏوڏو" ڪوٺين. ڪونار جي شڪل ٻير جھڙي ۽ ذائقو مٺو ٿئي ٿو. ڪونار جو شروعات ۾ رنگ ڦڪو ٿئي ٿو جيڪو آخر ۾ ڳاڙهو رنگ اختيار ڪندو آهي. اهو ميوو جابلو لوڪن جو من پسند ڦل آهي. ڪونار جو ڪوڪڙو رکڻ سان ڪارو ٿيو وڃي. ماڻهو ڪوڪڙي کي گھي، ان جي وچ ۾ سوراخ ڪري تسبيح لاءِ داڻا ٺاهيندا آهن. سچي پيش جي نشاني اها آهي ته اها ڏک هڻڻ





سان ٽٽي نه پر مُچ وانگر ٿي پوي. اهڙي پيش گھڻو ڪري نئن گاج جي اوسي پاسي ملي ٿي، جنهن مان ڪٽ جو واڻ ۽ رسا وغيره ٺاهيا وڃن ٿا. ان جي ابتڙ ڪوڙي پيش، ڏک لڳڻ سان ٽٽي پوي ٿو. ڏنار اڪثر پيش جي پنن مان هڪ ننڍڙي چچ جھڙو ٿانو ٺاهيندا آهن، جنهن کي 'ڪلورو' ڪوٺين. ڏراڙ ڪلورو ڀاڻي پيئڻ، کير وغيره ڏوهڻ جي ڪم آڻين ٿا. پيش جي ڪچڙين شاخن مان نڪرندڙ ڳڀ ماڻهن جي مرغوب غذا آهي. ان کان سواءِ پيش جي پاڙ سيهڙ شوق سان کائيندو آهي. پيش جي پنن ۾ ڪاري ڪپهه جهڙي نرم شيءِ ٿئي ٿي، جيڪا چقمق جي مدد سان باهه ٻارڻ جي ڪم اچي ٿي. پيش هتان جي ماڻهن جي گذران جو وڏو ذريعو آهي. هوان مان تڏا، چليون، ٽهٽيون، سواس (پيرن مان پائڻ لاءِ جتي)، پروڻ (اٽي ڇاڻڻ لاءِ)، تڪڙو (ننڍو تڏو)، پلو (مال لاءِ چارو بھ وغيره رکڻ لاءِ) ٺاهين. پيش ڪاڇي جي جابلو علائقي خاص طور گورک جبل تي قدرتي طور گھڻي ٿئي ٿي. ان کان سواءِ هنن جبلن ۾ ڪوڙ، ڪانھيرو، ڪيرڙون، ڳنواهي، پوٽي، آسابند، مرون ڳڻ، نازبوءِ، اڪڙي، ليوار، تريخ، گشترو وغيره ٻوٽا پيدا ٿين ٿا. پيش دادوءَ ضلعي جي جبلن جي ڀاڱيءَ وارين جاين تي ٿئي ٿي. پيش مان تڏا، مصلا، نکون، ڇبا ۽ ٽهٽيون ٺاهيندا آهن. پيش جوهيءَ مان اٺن تي ڪٽي پوءِ شهرن ۾ وڪرو ڪندا آهن. دادو تعلقي جي ڳوٺ ستياري، ڀاٽ ۽ ٻُٺي (احمد خان برهماڻي) ۾ پيش جو ڪم ٿئي ٿو. سيوهڻ تعلقي ۾ سامتياڻي ۽ مناهين ۾ پيش جو ڪم ٿئي ٿو. پر دادو ضلعي جي ڪاڇي جي پيش، خيرپور ناٿن شاهه جي فقير محمد برهماڻي ڳوٺ تائين پهچي ٿي.

**پيشگير:** هڪ قسم جو زنانو لباس. جنهن کي "پڙو" به سڏبو آهي. جيڪو عورتون شلوار جي مٿان پائينديون آهن. پيشگير سان گڏ اڪڙي ڪيڻ ضروري هوندي آهي. پيشگير ۽ اڪڙي ڪيڻ سان سڄو جسم ڍڪجي ويندو آهي. فقط هڪڙي اک آزاد هوندي آهي، جنهن سان عورت ڏسي سگهندي آهي.

- 'پيشگير' هوٽل وغيره جي 'بيري' کي به چيو ويندو آهي.

**پيش وات:** سارونا ماٿري (بلوچستان) ۽ هاڙوڪي سنڌ جي ٺاڪرو علائقي وچ ۾ اڳي اچ وڃ گهڻي هوندي هئي، جو آمدورفت جا وسيلا اڄ جيترا ڪونه هئا. اڳي سنڌ ۽ بلوچستان هڪ هو اڃ به تهذيبي طور ٻنهي علائقن ۾ ايترو فرق يا سنڌو ڪونه آهي. ماهرن جو خيال آهي ته سنڌو تهذيب اسري ٿي بلوچستان جي سڀيءَ لڳ مشهور ماڳ "مهرڳڙهه" مان آهي، جتان جي ماڻهن اڳتي هلي موهن جي دڙي جي تهذيب جو بنياد وڌو.

هيءَ وات سارونا جي ٻٽ ڪان نڪري ٿي، جيڪو سمنڊ جي مٿاڇري کان هڪ هزار فوٽ ڪن ٿي آهي. اتان ٻه واٽون سنڌ ڏانهن اچن ٿيون. هڪ وات اتر ۾ آهي، جيڪا ٽپوري لڪ کان ٿيندي، کود (Khude) جبل لتاڙي حب ماٿريءَ ۾ داخل ٿي، مسافر لڪ کان ورندي ڪيرٿر جو هڪڙو هيٺاهون جبل پار ڪري ٿي. اها وات پوءِ نئين لوٽيءَ ڪان ٿيندي، ڪيرٿر اڪري، ڳهاڙ (Garr) لڪ کان ٿيندي انگائي نئن جو پاسو ڏئي منڇر ڏي لهي ويندي هئي. انگريزن جي دور تائين به اها وات پيش نيڻ لاءِ ۽ لاڏائو قبيلن جي اچ وڃ لاءِ ڪتب ايندي هئي.

هي وات ڪوهستان جي ڏاڪٽي ياڳي سان اچي ملي ٿي. اُها سارونا ماٿريءَ مان نڪري، سارونا نديءَ جي ڪناري هلندي اچي آري ٻير وٽان نڪري ٿي ۽ حب ندي اڪري، ان جي ڪاهيءَ ڪنڌيءَ سان لهواري هلي، ديوانا (Divana) لتاڙي، دريجي وٽ پهچي ٿي. اتان اها وات حب جي هڪ ننڍڙي نئن لتاڙي، بيلي ٿپ (Beli Thap) اچي ٿي. گز (Gaz) نالي هڪ ماٿري پار ڪري تئونگ وٽان نئن باراڻ جي مٿاهين ماٿريءَ ۾ گهڙي اتر واريءَ وات وانگر ان تي به جهالاوان ڪان سنڌ ڏي "پيش" ڪٽي ايندڙ بريگن جي گهڻي اچ-وڃ هئي. هي رستو اڪثر سڄو هوندو هو ان ڪري لاڏائو قبيلا هتان گهٽ ايندا هئا. سنڌ ۾ هن وات کي سڏيندا ئي "پيش وات" هئا. جهانگارن ۽ ٻاجارن جي وچ تي جبلن جي وچان هي رستو هاڻي به استعمال هيٺ آهي.

**پيشواز:** اهو پڙو (پاجامو) جيڪو ناچو نچڻ وقت پائيندا آهن. سنڌ ۾ ڀڳت ۽ ناچو ڳائڻ يا ڀڳت وجهڻ وقت پيشواز ضرور پائيندا هئا. شاعر سيد سليمان شاهه جي هڪ ڪافيءَ جي مصرع آهي:

جان ٿيان ناچو پايان پيشوازي،
ڏُڪڙ، ڏمچر، ساز آوازي.

هي ڪلام امر ڀڳت ڪنوررام ڳائي امر بنائي ڇڏيو آهي.

**پيغام**[1] (ڪتاب): هي مخدوم محمد امين 'فهيم' جي شاعريءَ جو مجموعو آهي. هن ڪتاب جو مهاڳ محبوب سروريءَ لکيو آهي ۽ مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ جو خاص ليک شامل آهي. هن ڪتاب جي ڏسٽي

ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ ترتيب ڏني آهي. رنگين ٽائيٽل سان ہن رنگن ۾ شايع ٿيل هي ڪتاب اعليٰ معيار جو ڇپيل آهي، جنهن کي سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشوري پاران 1990ع ۾ شايع ڪيو ويو.



ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 328 صفحا آهن. ڪتاب جي قيمت 100 روپيا آهي.

**پيغام** ²(رسالو): سنڌي ٻوليءَ جو هيءُ ماهوار رسالو حڪومت سنڌ جي اطلاعات کاتي پاران، مئي 1976ع کان نڪرڻ شروع ٿيو جنهن جو ايڊيٽر خالد سيتائي هو هيءُ رسالو آفريشيا پريس ڪراچيءَ ۾ ڇپبو آهي، جنهن جي ايڊيٽوريل بورڊ ۾ هن وقت آفتاب ابڙو به شامل آهي.

**پيغام آشنا** (رسالو): پاڪستان ۾ موجود ايران جي سفارتخاني مان نڪرندڙ هي ٽه ماهي رسالو نئين دهلي ۾ موجود فارسي ادب شايع ڪندو آهي. هي رسالو اردو زبان ۾ نڪرندو آهي. هن ۾ ڪوشش ڪري پاڪستان جي چئني صوبن ۾ موجود فارسي ادب ۽ تاريخ تي مقالا شايع ڪيا ويندا آهن. هن رسالي جو هر شمارو لڳ ڀڳ 300 صفحن تي مشتمل هوندو آهي، جنهن ۾ اسلامي ۽ علمي ادبي تحقيقي مقالن سان گڏ شاعري به ڏني ويندي آهي، ان ڪانسواءِ نوان ڇپيل ڪتابن جا تبصرا، ايران ۽ پاڪستان جون ثقافتي خبرون ۽ پيغام آشنا جي پڙهندڙن جا خط شامل ڪيا ويندا آهن. هن رسالي ۾ سنڌ جي فارسي ادب جي تاريخ بابت تحقيقي مقالا لکندڙن ۾ صفدر حسين ميرزا، مرزا ڪاظم رضا بيگ، ڊاڪٽر فائزه زهرا ميرزا، مولانا انس راجپر ۽ ٻيا شامل آهن. پيغام آشنا رسالي جو مدير اعليٰ سيد مرتضيٰ فصول (ايراني) ۽ مدير جاويد اقبال قزلباش آهي. هن وقت تائين رسالي جا 42 پرچا اچي چڪا آهن. هي علمي ادبي رسالو ثقافتي ڪائونسليٽ اسلامي جمهوريه ايران، اسلام آباد مان شايع ٿيندو آهي. اهو رسالو سڀني پاڪستان جي علمي ادبي ۽ تعليمي ادارن سان گڏ، ان جي لکندڙن کي به موڪليو وڃي ٿو هن جا ڪا به قيمت ڇاپيل نه آهي.



**پيغام احمد** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مولوي احمد ملاح جي شاعريءَ تي مشتمل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جي قيمت 50 پئسا آهي. ليڪڪ هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو بدين پريس، بدين مان سال 1949ع ۾ ڇپايو ۽ بعد ۾ اُن جا ڪيترائي ڇاپا شايع ٿيندا رهيا آهن.

**پيغام حيات** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب فضل احمد غزنويءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جي قيمت 3 آنا آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو اداره تبليغ الاسلام آفتاب پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1938ع ۾ شايع ڪيو ويو.

**پيغام سنڌ**: مرحوم محمد يوسف جوڻيجي، 1953ع ۾ هفتيوار پيغام سنڌ اخبار جاري ڪئي هئي. جيڪا پاڪستان پرنٽنگ پريس شڪارپور مان 1958ع تائين شايع ٿيڻ کان پوءِ بند ٿي وئي. پريس جو مالڪ به مرحوم محمد يوسف جوڻيجو پاڻ هو.

**پيغام لطيف** (ڪتاب): هي ڪتاب شاهه لطيف جي چونڊ ڪلام جي اردو ترجمي تي مشتمل آهي. جنهن کي پروفيسر آفاق صديقيءَ ترتيب ڏنو آهي. هن ڪتاب ۾ شاهه لطيف جي شاعري تي علامه آءِ آءِ قاضي، شيخ اياز، غلام نبي آگري ۽ ڊاڪٽر اياز قادريءَ جا رايا پڻ شامل آهن. فضل سنز ڪراچي پاران هي ڪتاب آگسٽ 1998ع ۾ شايع ٿيو ڪچي جلد سان 192 صفحن تي مشتمل هن پاڪيٽ سائيز ڪتاب جي قيمت 40 روپيا آهي.

**پيغام لطيف** (ڪتاب): محب وطن سياستدان جي. ايم. سيد جو هيءُ ڪتاب، شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي زندگيءَ ۽ ان وقت جي ماحول جي روشنيءَ ۾، نئين نقط نگاهه کان هڪ يگاني تصنيف آهي، جنهن ۾ عام روايتي انداز ۾ ڏند ڪٿائن بدران حقيقت بيانيءَ کان ڪم ورتو ويو آهي. سيد صاحب هن ڪتاب ۾ شاهه کي سنڌ جو "قومي شاعر" ثابت ڪيو آهي، ان ڏس ۾ هن، شاهه جي تخيل واري سنڌ، شاهه صاحب جي قوميت جي تخيلَ، شاهه لطيف ۽ علامه اقبال جي نظرين جي تقابلي مطالعي، مذهبي تصور، سندس ڪلام جي خصوصيتن، سنڌين لاءِ سنيهي ۽ سياسي نظرين جو تفصيلي ذڪر ڪيو آهي. ان کان سواءِ سيد صاحب هن ڪتاب ۾ شاهه لطيف ڏانهن اسان سنڌين جي جوابدارين سان گڏ مختلف مضمونن تي چونڊ بيت ڏئي قومي ۽ سياسي نقط نگاهه کان ان جي تشريح به ڪئي آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڪرائون سائيز ڇاپو محمد عثمان ڏيپلائيءَ 'اداره انسانيت حيدرآباد' پاران 1950ع واري ڏهاڪي ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو هو جنهن جي قيمت 5 رپيا هئي. هن ڪتاب جا ڇهن کان وڌيڪ ڇاپا شايع ٿي چڪا آهن. ايوبي دور ۾ هي ڪتاب پابنديءَ هيٺ رهيو. ڪتاب جو ڇهون ڇاپو جي. ايم. سيد اڪيڊمي پاران 2005ع ۾ شايع ٿيو.









**پيغمبر پاڪ جون نياڻيون** (ڪتاب): هي ڪتاب عبدالرحمان جتوئي ۽ عبدالجبار عبد جو لکيل آهي، جنهن ۾ ٻنهي جهانن جي سردار حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جي چئن نياڻين سڳورين جو احوال آهي، جنهن ۾ حضرت بي بي فاطمه زهريٰ رضہ، بي بي زينب رضہ، بي بي رقيه رضہ ۽ بي بي ام ڪلثوم رضہ شامل آهن. فاضل ليکڪن تمام سٺن ۽ سولن لفظن ۾ قرآن پاڪ جي آيتن جي روشنيءَ ۾ هي احوال لکيو آهي، جنهن ۾ پاڪ سڳورن جن جي زندگيءَ جا ڪيترائي پهلو ملن ٿا. هي ڪتاب سنڌي ساهت سوسائٽي شڪارپور پاران 1997ع ۾ شايع ٿيو ڊيمي سائيز ڪچي جلد ۽ رنگين ٽائيٽل واري هن ڪتاب ۾ 120 صفحا آهن ۽ قيمت 35 روپيا آهي.

**پيغمبري حديثون** (ڪتاب): هن ڪتاب ۾ توحيد، ايمان، اسلام، شرڪ ۽ نفاق بابت 133 حديثون ڏنيون ويون آهن، منڍ ۾ ان عنوان سان تعلق رکندڙ چونڊ قرآني آيتون به شامل ڪيون ويون آهن، مهراڻ اڪيڊميءَ طرفان 1999ع ۾ شايع ٿي منظر عام تي آيو

**پيڪا/ پئڪا**: زال جو مائٽاڻو گهر يعني پيءُ جو گهر. اباڻو گهر. هيءُ اصطلاح سنڌ جي اترواري خطي ۾ استعمال ڪندا آهن. جڏهن ته لاڙ ۾ 'مائٽين' چوندا آهن. لفظ 'پي' جو مفهوم پرين، پيارو، مڙس ۽ پيءُ پڻ آهي.

**پيڪڙو**: پيرن ۾ وجهڻ جو ڪڙو. اها گول ڪڙيءَ واري زنجير، جيڪا قيديءَ جي پيرن ۾ ٻڌجي. مثال طور:

"پيڪڙا پيرن ۾، لڳين لوهه لڳاس"

**پيڪراڻو**: تعلقي وارهه جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن.

آيو قلپوٽو، ڳاڙهو قلپوٽو، سيد بچل شاهه، مگٽيو قلپوٽو، سڪپور/ فتح پور، برادي قلپوٽو، ستار قلپوٽو ۽ نور مصطفيٰ پنهور.

**پيلا گل پلاند ۾** (ڪتاب): هي ڪتاب نئين ٽهيءَ جي نمائنده شاعر اياز گل جي غزلن جو مجموعو آهي، جنهن جي مهاڳ ۾ ناليواري دانشور محمد ابراهيم جويي، هڪ هنڌ لکيو آهي ته: "اياز گل جو هيءُ سنڌي غزلن جو دلپذير نئيو مجموعو اڄ اسين اهڙي ئي هڪ پنهنجي اسرندڙ، زنده دل ۽ سجاڳ ذهن شاعر جو پيش ڪري رهيا آهيون، جيڪو زندگيءَ جي روح سان، اسان مان گهڻن کان وڌيڪ عشق رکندڙ آهي، ۽ موسيقيءَ جو خالق آهي.




(جيڪا موسيقي غزل جي وسيلي به خلقي سگهجي ٿي) ۽ جيڪو اسان جي آئيندي جي خوابن جا خواب لهندڙ آهي ۽ اُهي اسان کي دلڪش لفظن ۾ ٻڌائي ٿو ته، جيئن اسان جي دنيا ۾ به ڪا هلچل پيدا ٿئي ۽ ان ۾ به ڪا اٿل پٿل اچي سگهي".

هن ڪتاب ۾ اياز گل جا 67 غزل آهن. هي ڪتاب سنڌي ادبي جي سهڪاري سنگت، حيدرآباد پاران ڊسمبر 1980ع ۾ شايع ڪيو ويو آهي. ڪچي جلد سان، 80 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 80 روپيا آهي.

**پيلا مول**: هي هڪ قسم جو پسارڪو وکر آهي. هيءُ اصل ۾ تيز ذائقي واري، اڇي رنگ جي هڪ پاڙ ٿيندي آهي ۽ حڪيم ان کي مختلف قسمن جي علاج لاءِ استعمال ڪندا آهن. هن کي 'سچيت ڪائي' به چوندا آهن.

**پيلو** (راڳڻي): پيلو ڪافي ٺاٺ جي سمپورن راڳڻي آهي. هن راڳڻيءَ ۾ تيور ڪومل جا سڀ سر استعمال ٿين ٿا. گوري، پيم پلاسي ۽ پيرويءَ جي ميلاپ مان ٺهيل آهي. آروهي ۾ تيور سُر ۽ امروهيءَ ۾ ڪومل سر لڳندا آهن. هيءَ راڳڻي هند-سنڌ جي ايجاد آهي ۽ شوخ مزاج جي راڳڻي آهي، جنهن جي آروهي: ني سا ري گا- ما پا ڌي- ني سا- ۽ امروهي: سا نا ڌي پا ما گا- ري سا ني سا- ٿيندي آهي. جڏهن ته وادي سُر: گنڌار ۽ سموادي سُر: نکاد ٿيندو آهي. هن راڳڻيءَ جو وقت: ٽپهري هوندو آهي.

**پيلو باز**: باز جو هيءُ قسم سياري جي مند ۾ سڄي ملڪ ۾ ٿيندو آهي. هن باز جي نر جو رنگ پورو سليٽي ۽ پيٽ اڇو ٿيندو آهي. ماديءَ جو رنگ اڇا به زياده هلڪو ٿيندو آهي. هن جي جسم جي ڊيگهه 18 کان 20 انچن تائين ٿيندي آهي. جهنگل کان پري رهندو آهي. هيءُ پکي اڪيلو زمين کان ڇهه ست فوٽ مٿي شڪار جي ڳولا ۾ اڏامندو رهندو آهي. ڏاءُ ڪيل باز، پوئي تي يا ڪنهن هوٽي تي ويهي آرام ڪندو آهي.

**پيلوڙي**: ضلعي مٺي، تعلقي ڏيپلي ۾ هڪ ديهه جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پيلوڙو، پيلوڙي، هيلاريو پير، هيلاريو لنجا، مهاتير مصري جي ڍاٽي، روهيڙو گوئند، ڍاپي خيبر، غلام محمد جي ڍاٽي ۽ گجو.

**پيلي مٿي واري ڪٽياٽي** *Motacilla citreola* / Yellow-headed Wagtail: 16 سينٽي ميٽرن جي هن ڪٽياٽي پکيءَ جو مٿو پيلو پُني سرمائي، هيٺيون حصو پيلو، پَرَ ۽ پُڇ گهرو سرمائي ٿين ٿا. هي پکي 16 سينٽي ميٽرن جو ٿئي ٿو هيءَ ڪٽياٽي عام طرح ٻين ڪٽياٽين سان گڏ نظر ايندي آهي. هن جي ٻولي به عام طرح ساڳي آهي، پر ٻين کان گهڻ سرگرم آهي.



**پيماني تي پيمانو**: سنڌ جي عوامي ۽ انقلابي شاعر عبدالڪريم گدائيءَ جي شاعريءَ جو هي ٻيو نمبر مختصر مجموعو پاڪيٽ سائيز ۾ سورٺ اشاعت گهر، جيڪب آباد پاران 1974ع ۾ شايع ڪيو ويو هو. جنهن ۾ گدائي صاحب جي اوائلي شعري ڏني وئي آهي. ڪتاب جو مرتب فتاح عابد لاشاري آهي ۽ مهاڳ شاعر ۽ سندس فرزند عابد لاشاريءَ 'ترورن جو رقص' عنوان سان لکيو آهي. جنهن ۾ هن جيڪب آباد جي اوائلي ۽ گدائيءَ جي همعصر شاعرن جو ذڪر ڪري، گدائيءَ جي شاعراڻي قد ۽ فڪري پختگيءَ کي



نروار ڪيو آهي ۽ عبدالڪريم گدائيءَ کي مولوي احمد ملاح کان پوءِ سنڌ جو ٻيو عوامي شاعر سڏيو آهي. جڏهن ته نامور شاعر ۽ نقاد قمر شهباز 'ڪراڙو ۽ سمنڊ' عنوان سان عبدالڪريم گدائيءَ جو تعارف ڪرائيندي لکيو آهي ته: "ارنيسٽ هيمنگوي جو جڳ مشهور ڪتاب 'ڪراڙو ۽ سمنڊ' پڙهيو گهڻو اڳ هئم، سمجهه ۾ تڏهن آيم، جڏهن گدائيءَ سان گڏيس".

هن ڪتاب ۾ گدائيءَ جا بيت، ڪافيون، غزل ڏنل آهن. 44 صفحن جي هن ڪتاب جي قيمت 1.50 روپيو آهي.

**پيڻ**[1]: تحرير يا لکيت کي محفوظ ڪرڻ لاءِ اوائلي زماني ۾ ٺڪر جي تختين کان وٺي پٿر جي چٽسالي تائين مختلف طريقا ڪم آندا ويندا هئا، پر جڏهن عيسائيت جو ڦهلاءُ ٿيو ته مذهبي ڳالهين، ڄاڻ ۽ تعليم کي لکت ۾ آڻڻ جي ضرورت شدت سان محسوس ٿي، ان کان اڳ سَرن جي تيلن ۽ پکين جي کنين جا قلم استعمال ٿيندا هئا. پکين جي کنين مان ٺهيل قلم جي استعمال جو ذڪر ڇهين صدي عيسويءَ ۾ اسپين جي هڪ مذهبي شخص سينٽ آئزوڊور جي تحرير ۾ ملي ٿو وقت گذرڻ سان گڏ قلم بابت مختلف تجربا ٿيندا رهيا. ان کان پوءِ ڪنجهي مان "پينون" ٺاهيون ويون. جن بابت رومين کي ڄاڻ هئي. سڀ کان پهرين ڪنجهي مان ٺاهيل پين جو ذڪر 1465ع ۾ ملي ٿو سورهين صديءَ جي اسپيني خطاط Juan de yciar 1548ع ۾ پنهنجي طويل تحرير لاءِ پٽل جي پين جو ذڪر ڪيو آهي. 1803ع ۾ انگريز انجنيئر 'برائيان ڊونڪن'

اسٽيل جي پهرين پين ٺاهي. 19 هين صديءَ ۾ پينون تيار ڪندڙ انگريزن وليم جوزف جلوس، 'وليم مچيل' ۽ 'جيمس اسٽيفن پيري' جون ڪمپنيون مشهور هيون. 1884ع ۾ نيويارڪ جي هڪ انشورنس ايجنٽ 'ليوس واٽرمئن' فائونٽين پين ايجاد ڪئي، جنهن ۾ مس پري سگهبي هئي. 1920ع واري ڏهاڪي ۾ فائونٽين پين سڄي اولهه ۾ عام ٿي چڪي هئي، ان جو اوج ٻي مهاڀاري جنگ کان پوءِ بال پوائنٽ پين جي متعارف ٿيڻ تائين رهيو.



**بال پوائنٽ پين:** 1938ع ۾ هنگريءَ جي هڪ شخص 'جارج برو' (George Brio) بال پوائنٽ پين ايجاد ڪئي. ان جي منهن وٽ ڦرندڙ بال نما بناوت هئي. هن پين لاءِ آئل مان تيار ڪيل گهاٽي مس استعمال ڪئي وئي. جيڪا واٽر پروف هئي ۽ ڊهي به نه سگهندي هئي. هن پين جا اڄ تائين ڪيترائي نمونا ايجاد ٿي چڪا آهن.

**فائبر ٽپ پين:** 1963ع ۾ آمريڪا ۾ فائبر ٽپ پين يا مارڪر متعارف ڪرائي وئي، جنهنڪري بال پوائنٽ پين جو استعمال گهٽجي ويو. پر ان کان اڳ فائبر ٽپ پين يا مارڪر هڪ جپاني شخص Yukio Horie 1962ع ۾ تيار ڪئي هئي. مارڪر ۾ برش جي لاءِ نائلون يا ڪنهن ٻئي قسم جو فائبر استعمال ڪيو وڃي ٿو. مارڪر جا به ڪيترا نمونا ايجاد ڪيا ويا آهن.

**پين** (Pen)۲ (تنظيم): ليکڪن جي هڪ عالمي تنظيم، جنهن ۾ شاعر، مضمون نويس، ناول نگار، مورخ، محقق، نقاد، مترجم ۽ صحافي وغيره شامل آهن. تنظيم جو بنياد 1921ع ۾ هڪ غير سياسي اين جي او طور رکيو ويو. جنهن جو مقصد لکڻين ذريعي اظهار جي آزاديءَ کي واڌ ڏيڻ هو. دنيا جي 87 کان مٿي ملڪن ۾ هن تنظيم جا مرڪز موجود آهن: جوزف ڪونرڊ، ڊي ايڇ لارنس، جارج برنارڊشا، البرٽو موراويو، چنهوا اڇيبي، سوسن سونتاگ، واچلان هيول جهڙا جڳ مشهور اديب هن ۾ شامل رهيا آهن. تنظيم جي قيادت لاءِ هر ٽن سالن کان پوءِ هڪ عالمي صدر چونڊيو ويندو آهي.

**پينٽاگون** (Pentagon): آمريڪي بچاءَ کاتي جي هيڊڪوارٽر واري عمارت، جيڪا واشنگٽن ڊي سي کان ڪجهه پنڌ تي، پٽوسيڪ جي ڪناري 1941ع ۾



پينٽاگون عمارت جو فضا مان ورتل فوٽو

تعمير ڪئي وئي. ان عمارت جو مقصد ٻي عالمي جنگ دوران آمريڪي جنگي کاتي جي مختلف آفيسن کي هڪ هنڌ آڻڻ هو. نقشي ۾ هڪ مرڪزي جاءِ جي چوڦير پنج بلاڪ آهن. عمارت کي آمريڪي اڏاوتن جي ماهر جارج ايڊون برگ سٽرام ڊزائين ڪيو هو. هن وقت پينٽاگون ۾ بري، بحري ۽ هوائي فوج ۽ دفاع جي سيڪريٽريءَ جون آفيسون قائم آهن. اتي ڪم ڪندڙ ملازمن جو تعداد 23,000 کان مٿي آهي، جنهن ۾ سول ۽ فوجي عملدارن جي نسبت تقريباً هڪ جيتري آهي. 2001ع ۾ هڪ هائيجيڪ ٿيل جهاز پينٽاگون جي عمارت سان ٽڪرايو هو نتيجي ۾ هن عمارت جي ڪجهه حصي کي هاجو رسيو ۽ جاني نقصان به ٿيو.

**پينٽيئم**: پينٽيئم ڪمپيوٽر مائيڪرو پروسيسر جو نالو آهي. لفظ پينٽيم يوناني ٻوليءَ جي ٻن لفظن Pente ۽ ium مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي پنج انگ. اڄڪلهه هن قسم واري مائڪرو پروسيسر واري ڪمپيوٽر کي عام جام استعمال ڪيو ويندو آهي، جنهن کي 'پينٽيئم ڪمپيوٽر' چئجي ٿو سڀ کان پهرين ڪمپيوٽر ٺاهيندڙ انٽيل (Intell) ڪمپنيءَ پينٽيئم 1993ع ۾ ٺاهيو اهي ڪمپيوٽر پينٽيئم I، II، III ۽ IV ۾ ٿين ٿا. شروعات ۾ پينٽيم I نالي ڪمپيوٽر ٺاهيو ويو ۽ هن وقت تائين پنجن قسمن جا پينٽيئم ڪمپيوٽر ٺهي چڪا آهن. انٽيل ڪمپنيءَ پاران ٺاهيل پينٽيئم ڪمپيوٽرن تي ان وقت آمريڪي عدالت پاران کوبه پنهنجو من پسند نالو ڏيڻ تي پابندي مڙهي، نمبرن ۾ نالو رکڻ جي اجازت ڏني وئي، ان تي پهرين پينٽيئم جو نالو پينٽيئم I رکيو ويو هنن جي رفتار گهٽ ڪري 200 کان 1000 تائين يا مٿي ميگاهرٽز ۾ ٿئي ٿي.




پينٽيم ڪمپيوٽر I (60-200 MHz) 1993ع ۾، پينٽيئم (150-Pro 200 MHz) 1995ع ۾، پينٽيئم II (233-450 MHz) 1997ع ۾، پينٽيئم III (500 MHz -1.13 GHz) 1999ع ۾، پينٽيئم IV (1.4-3.4 GHz) 2000ع ۾ جوڙيا ويا. جڏهن ته هن وقت پينٽيئم ۾ Core 2 Due ۽ ٻيا جديد قسم جا ڪمپيوٽر ٺهي چڪا آهن. جن جي ڪم ڪرڻ جي رفتار مٿي ڄاڻايل سڀني ڪمپيوٽرن کان وڌيڪ آهي.

**پينڊورا** (Pandora): هڪ يوناني افسانوي ڪردار، دنيا جي پهرين عورت، جنهن کي ديوتا هيفي اسٽس، زيئس جي درخواست تي تخليق ڪيو هو. زيئس ان ٻاهه جي برڪت جو خاتمو ڪرڻ چاهيو ٿي، جيڪا ٽائيٽان پروميٿيئس ديوتا کان چورائي، انسانن کي ڏني هئي، ديوتائن پينڊورا کي حسن ۽ نيڪيءَ جي هر صفت سان مالا مال ڪيو ۽ ايپيميٿيئس ڏانهن موڪليو جيڪو ڪيس زال بڻائي ڏاڍو خوش ٿيو توڙي جو سندس ڀاءُ پروميٿيئس ڪيس خبردار ڪيو هو ته زيئس طرفان موڪليل ڪا به شيءِ قبول نه ڪري. ديوتائن پينڊورا کي هڪ صندوق به ڏني ۽ هدايت ڪئي ته اها هرگز نه کولي، بهرحال تجسس مٿس حاوي ٿي ويو ۽ هن پراسرار صندوق کولي ڏني، جنهن مان جسم جون ڪيترين بيمارين ۽ ذهني ڏک ظاهر ٿيا، ڊپ مان پينڊورا ٻيهر صندوق بند ڪئي، پر اميد ۽ ڪيترين براين کانسواءِ اندر ڪجهه به نه رهيو هي اميد بدبختيءَ جي شڪار انسانيت کي راحت ڏئي ٿي، هڪ ٻئي قصي موجب صندوق ۾ برڪتون هيون، جيڪي پينڊورا ڊڪ کولڻ سان ڪڍي ڇڏيون.

**پينسل**: ڪاٺيءَ جو قلم، جنهن ۾ گريفائيٽ جو گورو پيل هوندو آهي، رورل پين. 1795ع ۾ پائوڊر ٿيل گريفائيٽ کي مٽيءَ ۾ ملائي، ڳوهي پٽيون ٺاهيون ويون ۽ پوءِ ان کي پچايو ويو. پينسل جي سخت ۽ اکرن جي ڪاراڻ جو مدار استعمال ڪيل گريفائيٽ جي تناسب تي هوندو آهي. 1812ع ۾ هڪ



آمريڪي شخص 'وليم منرو' پينسل ٺاهڻ جو طريقو متعارف ڪرايو، جيڪو اڄا تائين رائج آهي. هن گريفائيٽ پائوڊر ۽ مٽيءَ جي ملاوت کي صنوبر جي ڪاٺيءَ اندر بند ڪيو. 1877ع ۾ مڪينيڪل پينسل ايجاد ڪئي وئي. جنهن ۾ گورو پلاسٽڪ يا ڌاتوءَ جي خول ۾ رکي، ان کي هڪ متحرڪ راڊ سان گڏ ملائي رکيو ويندو آهي ۽ پيچ جي چرپر سان "گوري" ۾ رکي ٻاهر آڻبو آهي. هاڻي تہ انتهائي باريڪ گوري واريون پينسلون ايجاد ٿي ويون آهن، جيڪي، انجنيئر، آرٽسٽ ۽ ڊرافٽر استعمال ڪندا آهن.

**پينشن**: پينشن هڪ قسم جو وظيفو آهي، جيڪو حڪومت رٽائرڊ ملازمن کي هر مهيني ڏيندي آهي. پينشن اصولي طور بنيادي پگهار جو اڌ هوندي آهي. پينشن اهڙن ملازمن کي ملندي آهي، جن پنهنجي نوڪريءَ جي مدت پوري ڪئي هجي. موجوده دور ۾ رٽائرڊ ملازم جيڪڏهن اڳواٽ 15 سالن جي عرصي ۾ پينشن ڪٽندو تہ ڪيس بنيادي پگهار جي اڌ رقم ڏني ويندي آهي تہ جيئن انهيءَ رقم مان پنهنجي آئيندي گذران جو ڪو ذريعو پيدا ڪري سگهي. انهيءَ اڳواٽ ملندڙ پينشن کي "گريجوئيٽي" چيو ويندو آهي.

**پينگوئن**: هيءَ سامونڊي پکين جو هڪ قسم آهي، جيڪو ڌرتيءَ جي ڏکڻ واري سامونڊي علائقي ۾ رهندو آهي. هن پکي جا 17 قسم ٿيندا آهن. هن پکي جا پير ويڪرا ٿيندا آهن، جيڪي ڪيس ترڻ ۾ مدد ڏيندا آهن. هيءَ پکي سمنڊ ۾ 30 ميل في ڪلاڪ جي رفتار سان تري سگهي ٿو ۽



خشڪيءَ تي سڌو ٿي هلندو آهي. پينگوئن پکي اينٽارڪٽيڪا کنڊ ۾ رهندا آهن، اتي رڳو برف ئي برف هوندي آهي. سياري جي موسم ۾ فيبروريءَ کان آڪٽوبر تائين پينگوئن سمنڊ ۾ رهندا آهن. اينٽارڪٽيڪا ۾ بهار جي شروعات وارو مهينو هوندو آهي، ان وقت هي پکي سمنڊ کان ٻاهر نڪري ايندا آهن ۽ اها ئي موسم هوندي آهي، جڏهن اهي آنا لاهڻ شروع ڪندا آهن. آنا لاهڻ لاءِ پينگوئن 100 ڪلوميٽر جو مفاصلو طئي ڪري پهاڙي علائقن ۾ ويندا آهن. هنن پکين ۾ عام طرح ماءُ ئي پنهنجو آکيرو ٺاهيندي آهي، پر پينگوئن پيءُ ان معاملي ۾ ماءُ کان وڌيڪ محنت ڪندو آهي. هي سڀ کان اڳ پهاڙن ۾ پهچن ٿا ۽ آکيرو ٺاهڻ شروع ڪن ٿا. آکيرو پٿرن سان ٺاهيندا آهن. پينگوئن بہ ماڻهن وانگر گڏجي آکيرو (گهر) ٺاهيندا آهن. هڪڙو پينگوئن پٿر ڪٽندو آکيري جي پرسان رکندو ويندو آهي ۽ ٻيو آکيرو ٺاهيندو ويندو آهي. نومبر مهيني جي وچ ڌاري مادي پينگوئن ٻہ آنا لاهيندي آهي. نر ۽ مادي پينگوئن واري واري سان آنن جي مٿان ويهندا آهن، اهي ٻئي ماءُ ۽ پيءُ پينگوئن ڇهن هفتن تائين پنهنجي ٻچي کي کاڌو کارائيندا آهن ۽ ڇهن هفتن کان پوءِ ننڍڙو پينگوئن پنهنجي ماءُ پيءُ سان گڏ سمنڊ ۾ هليو ويندو آهي ۽ پنهنجي خوراڪ جي پاڻ تلاش ڪندو آهي.

**پينگهہ**: پينگهہ کي "لوڏ" بہ چوندا آهن. پينگهہ ٺاهڻ جو طريقو هيءُ آهي تہ ڪنهن وڻ جي مٿانهين ڏار ۾ ڏيڍ ٻن فوٽن جي مفاصلي تي ٻہ رسا ٻڌي هيٺ لڙڪائبا آهن. پوءِ زمين کان ٻہ ٽي فوٽ مٿي ٻنهي رسن جي ڇيڙن ۾



ڪاٺي يا تختو مضبوطيءَ سان ٻڌي ڇڏبو آهي تہ لوڏ تيار ٿي ويندي آهي. جيڪڏهن لڏندڙ سيکڙاڻ هوندو آهي تہ ان کي ٻيو ماڻهو لوڏا ڏيندو آهي، پر جي پاڻ سکيل آهي تہ پاڻ ئي لوڏا کائي وٺندو آهي. پينگهہ تي لڏڻ جي مند بهار کان وٺي برسات جي مند تائين ٿيندي آهي. اڄڪلهہ پلاسٽڪ جون پينگهون ٺاهيون وڃن ٿيون، جيڪي ٻار گهرن ۾ بہ ڪم آڻيندا آهن ۽ ڇت ۾ لوهہ جا ڪنڊا لڳرائي لوڏ لوڏندا آهن.

**پينگهہ لڏڻ**: 'پينگهہ لڏڻ' واري راند اڪثر ڪري ننڍا ٻار اونهاري ۾ منجهند جو ڪندا آهن. ٻار مضبوط رسو ڪٺي، جاءِ جي داسي يا پاوڻ ۾ ٻڌي، ان مان لوڏ ٺاهيندا آهن، جنهن کي پينگهہ چئبو آهي. ٻار پينگهہ ان ۾ واري تي لوڏا کائيندا آهن. ڪي ٻار گهر ۾ ڪووڻ هوندو آهي تہ ان ۾ رسي ٻڌي پينگهہ ٺاهيندا آهن ۽ ڪي وري در جي سَر در ۾ رسو ٻڌي پينگهہ ٺاهيندا آهن. ٻارن کي هن راند مان ڏاڍو لطف ايندو آهي.

**پينگهارو جاگير**: ضلعي مٽياريءَ جي تعلقي هالا ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سيراڇيون ڪاڪا، پليڏنو ڪاڪا، ڦل ڪاڪا، خير محمد ڪاڪا، پريو ڪاڪا، سنڌو ڪاڪا، دلاور ڪاڪا، جعفر حاجاڻو نبي بخش خاصخيلي، اوپارو ڪني ۽ الهہ بچايو ڪاڪا.

**پينگهارو رعيتي**: ضلعي مٽياريءَ جي تعلقي هالا ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

فيض محمد سهتو، موليڏنو حاجاڻو، جتن جو ڳوٺ، ابراهيم حاجاڻو، خان محمد ڪاڪا، مجنون هگورو، محمد رحيم سومرو، حاجي غلام محمد راهوجو ۽ سيد اشرف شاهہ.

**پينگهو**[1]: ڪاٺ جي گهوڙيءَ تي ٻيٺل جهولو جيڪو سڄو ڪاٺ جو ٺهيل هوندو آهي. پينگها ٻن قسمن جا ٿيندا آهن: هڪڙو سادو پينگهو ۽ ٻيو هندورو. پينگهو چئن پاوَن وارو هوندو آهي، جڏهن ته هندوري ۾ ڇهه کان اٺ پاوا لڳندا آهن. ننڍو پينگهو ننڍڙي ٻار جي آرام لاءِ ڪتب آڻبو آهي. جڏهن ته وڏن پينگهن ۾ مرد توڙي عورتون لڏنديون آهن. سرنديءَ وارن ماڻهن جي گهرن ۾ جنديءَ تي ٺهيل ڳاڙها ۽ رنگين پينگها موجود



پينگهو

هوندا آهن، جن ۾ مرد ۽ گهرجون وڏيون لڏنديون رهنديون آهن. اهڙا پينگها مهانگا ٿيندا آهن ۽ هر ڪنهن جي وس ۾ انهن جي خريداري ممڪن نه آهي.

**پينگهو**[2]: محرم الحرام ۾ عزاداريءَ جي ڏهاڙن ۾ مسلمان حضرت امام حسين عليہ السّلام ۽ سندن انصارن، مٽن، مائٽن جي شهادت تي وڏي پيماني تي ماتمداري ڪندا آهن. 10 محرم الحرام 60 هه/ 10 آڪٽوبر 680ع تي يزيد، حضرت امام حسينؑ ۽ سندس لشڪر سان گڏ حضرت امام حسين عليہ جي ڇهن مهينن جي معصوم ٻار حضرت علي اصغر عليہ کي بيدرديءَ سان گلي ۾ حرمل جي هٿان تير هڻائي شهيد ڪرايو هو، انهيءَ معصوم ٻار شهيد حضرت علي اصغر عليہ جي ياد ۾ محرم الحرام جي مهيني ۾ پينگها ڪڍيا ويندا آهن. عزاداريءَ ۾ پينگهي جو رواج ايران کان پيو، ان کان پوءِ پاڪ ۽ هند ۾ عام ٿيو. سنڌ ۾ پينگهي جو رواج ڪافي آڳاٽو آهي ۽ ان ۾ به خيرپور ميرس ۾ پينگهي جي عزاداري تمام وڏيڪ قديم آهي، ٺٽي جي مغل گورنر نواب سيف الله خان به عزاداريءَ لاءِ حضرت علي اصغر عليہ جو هڪ چانديءَ جو پينگهو ٺهرايو هو جيڪو ڏيڍ مڻ (60 ڪلو) وزني هو اهو پينگهو نواب سيف الله خان محرم الحرام جي 9 تاريخ پنهنجي گهران ماتمي جلوس سان ڪيندو هو ۽ جلوه گاهه امامين ۾ اچي رکائيندو هو.



عزاداريءَ وارو پينگهو

جنهن کان پوءِ مجلس ٿيندي هئي، مجلس ۾ مرثيه خوان اڪثر حضرت علي اصغر عليہ جا مرثيه ۽ مصائب پڙهندا آهن. سنڌ ۾ حضرت علي اصغرؑ جا پينگها ڪاٺ جا ٺهرائي مٿن جنديءَ جو ڪم ڪرائيندا آهن، پر ان کانسواءِ سون ۽ چانديءَ جا به پينگها ٺهرايا ويندا آهن. عزاداريءَ جي تاريخ "صحيفة العزا" ۾ مرزا قاسم علي بيگ لکي ٿو ته: "سنڌ ۾ عزاداريءَ لاءِ سون جو پينگهو ميان نور محمد خان ڪلهوڙي ٺهرايو هو جنهن جو وزن اڍ مڻ کان گهٽ هو ۽ اهو پينگهو ميان نور محمد خان پنهنجي اولاد جي ٻاس ۾ ٺهرايو هو. ان کان سواءِ سنڌ ۾ چانديءَ جو پينگهو ٺٽي جي گورنر نواب سيف الله خان ٺهرايو هو، جنهن جو وزن ڏيڍ مڻ هو". محرم الحرام جي مهيني ۾ جهولي جو ماتم وڏي پيماني تي ٿيندو آهي، هاڻي به سڄي سنڌ ۾ اهو ماتم وڏي پيماني تي ٿيندو آهي. محرم الحرام جي نائين ۽ ڏهين تاريخون حضرت علي اصغر جي ماتم لاءِ مخصوص آهن. سڄي سنڌ سان گڏ حيدرآباد ۾ پڻ پينگهي جو ماتم وڏي پيماني تي ٿئي ٿو نائين محرم تي پينگهي جي ماتم سان زنجير زني به ڪئي ويندي آهي، حيدرآباد ۾ ڏهين محرم جي صبح يعني حشر يا عاشوري جي ڏينهن امام بارگاهه ابو تراب ۾ به جهولي جو ماتم ٿيندو آهي ۽ شام غريبان مهل امام بارگاهه علي آباد ۾ به جهولي جو ماتم ٿيندو آهي، ماتم کان پوءِ مجلس ٿيندي آهي، جنهن ۾ به قديم مرثيا 1880ع کان اڄ تائين پڙهيا ويندا آهن. انهيءَ مجلس جو بنياد ميرزا فتح علي بيگ وڌو هو انهن پنهنجي مرثين مان هڪ مرثيو ميرزا فتح علي بيگ فتح جو آهي:

ياد ڪيو شاهه کي بانو ٿي روئي زار و زار.

ٻيو مرثيو آخوند محمد عالم پنهور خيرپوري جو آهي، جيڪو حضرت علي اصغر جي ماتم ۾ آهي، انهيءَ مرثيي کي لوليءَ وارو مرثيو به چيو ويندو آهي، جنهن جو پهريون بند هي آهي:

ٻيبي بانوءَ چيو هيئن ٿي هر هر،
منجهه هندوري ڏسي حال اصغر،
ننڊ نهوڙيئي منهنجا ناز پرور،
لوڏي پينگهو ڏيان ڪنهن کي لولي.

اهي ٻئي مرثيا موجوده وقت ۾ حيدرآباد شهر ۾ پينگهي جي سامهون سڪندر علي ميرزا جرار پنهنجن ساٿين سان پڙهندو آهي، آخوند محمد عالم جي لوليءَ کانسواءِ سنڌ ۾ ميرزا فتح علي بيگ، مير حسن علي خان ٽالپر، ميرزا قاسم علي بيگ، غلام محمد ڪمانگر، مسڪين ماڇي، مير منور ۽ ٻين جون لوليون (مرثيہ) به تمام مشهور ۽ درد انگيز آهن. محرم جي ستين تاريخ حيدرآباد جي قديم امام بارگاهه 'سفينہ حسيني' مان پڻ جهولي جو ماتم (ماتمي پڙ) نڪرندو آهي، جيڪو مقرر هندن تان ٿيندو، جڏهن حيدر چوڪ پهچندو آهي ته اُتي امام قاسمؑ جي مينديءَ جا مرثيا پڙهيا ويندا آهن.

**پينگهي**: سانڍَ (ڏاچي) جڏهن ويامندي آهي، تڏهن ان جي ننڍڙي ڦر کي جهنگ اندر جهوڪ ۾ ٻڌي ڇڏبو آهي ۽ ڏاچي اُن جي آس پاس پيئي چرندي آهي. ڦر جيڪڏهن ڪليل هوندو ته ماءُ سان گڏ جهنگ ۾ نڪري ويندو، ان ڪري ڦر جي پير ۾ رسيءَ جو هڪ ڇيڙو ٻڌي ٻئي ڇيڙي ۾ فوٽ سواءِ مضبوط ڪاٺيءَ جو ٽڪر وچ ۾ اٽڪائي، ڏيڍ فوٽ زمين ۾ سوڙهي اُن ۾ پوري ڇڏبو آهي ته جيئن ڇڪڻ سان ٻاهر نڪري نه سگهي. ان کي "پينگهي" چئبو آهي.

**پينهڙ**: تعلقي ميرواهه جي هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پينهڙ حسين محمد پنجابي، ٽوڙهو واند، خان محمد ڪيمٽيو، ڄام خان ڏيپر، خير محمد جمالي ۽ شادي خان ڏيپر.

**پينٽرو پهاڙ**: تعلقي قمبر جي ديهه. ڪوهستان ۾ ”سيتا نئن“ جي اولهه ۾ موجود آهي. هن پهاڙ جي رڪاوٽ سبب سيتا نئن اتر طرف موڙ کائي 90 درجي جي ڪنڊ ٺاهي ٿي. هن پهاڙ ۾ پاڻي جذب ڪرڻ جي قدرتي صلاحيت آهي، جنهنڪري مٿس ”پينٽرو“ يعني ”پيئندڙ“ يا ”پيئاڪ“ پهاڙ نالو پيو. هي جبل قمبر جي اولهه اتر جي ڪنڊ ۾، اٽڪل 65 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي، 300 فوٽن جي اوچائيءَ تي موجود آهي.

**پيڻ/ پيئڻ**: هي هڪ مشهور ڏانديي مسافر پکي آهي، جيڪو قد ۽ شڪل ۾ گهٽو ڪري ڦاز جيڏو ٿيندو آهي. هن پکيءَ کي انگريزيءَ ۾ پيليڪان (Pelican)، لاطينيءَ ۾ Pelecanus Erythrorynochos، عربيءَ ۾ حواصل، فارسيءَ ۾ مرغابي دراز چيو ويندو آهي. هن پکيءَ جو وزن ڇهن کان پنجن ڪلو تائين ٿيندو آهي.



پيئڻ پکيءَ جا ٻه قسم ٿيندا آهن. هڪ ڪارو ۽ ٻيو اڇو. سنڌ ۾ موجود پيئڻ جو رنگ اڇو ٿيندو آهي ۽ ان جا پير بدڪ وانگر ٿيندا آهن. هن پکيءَ جي چهنب ڏگهي ۽ بدڪ جي چهنب وانگر ويڪري ٿيندي آهي. جنهن جي چيڙي ۾ ڪنڊو ٿيندو آهي. هن جي ڳچيءَ هيٺان چم لڙڪندڙ هوندو آهي. سنڌ ۾ ڍنڍن وارن هنڌن ۽ علائقن ۾ هي پکي ملندو آهي. هيءَ ٻين پکين وانگر پاڻيءَ ۾ ٽٻي هڻي مڇي نه جهليندو آهي، پر پاڻيءَ مٿان پيو اڏامندو آهي. مڇي نڪرندي ڏسي جهٽ وٺندو آهي. هن پکيءَ جو گهٽي پاڱي گذران مڇيءَ تي هوندو آهي ۽ ٻيا آبي جيت جٽيا به کائيندو آهي. حڪيمن وٽ هن پکيءَ جو ”تيل“ مشهور ۽ ڪارائتو آهي، جيڪو هن پکيءَ جي چربيءَ کي رجائي ڪڍيو ويندو آهي. حڪيم هي تيل سنڌن جي سور ۽ عرق النساءِ جي مرض ۾ مالش لاءِ استعمال ڪرائيندا آهن.

**پيڻ ڊاڍڻ** / Dalmation or Gray Pelican / *Pelecanus crispus*: پيڻ ڊاڍڻ جا سنڌيءَ ۾ ٻيا نالا ڦيٽائي پيڻ، سُهب پيڻ ۽ ديو هنس آهن. هي پکي 180 سينٽي ميٽر جسامت جو ٿئي ٿو. هن جا نَر ماد هڪجهڙا ٿين ٿا. هن جو رنگ ميرانجهڙو اڇو گلابي ٿئي ٿو. هن جي پَرن ۾ ڪٿي به ڪارو ڪنب نه ٿيندو آهي. هن کي ڏگهي چهنب سان هيڊي نارنگي ٿيلهي ٿيندي آهي، جنهن ۾ پاڻيءَ مان مڇيون جهليندي آهي. مٿي تي هلڪي چوٽڙي ٿيندي آهي ۽ هن جون ٽنگون گهريون سرمائي ٿينديون آهن.



پيڻ ڊاڍڻ ٽانگهي پاڻيءَ ۾ ٽٻي هڻي مڇي جهليندي آهي ۽ پوءِ چهنب مٿي ڪري پاڻي هاري ڇڏيندي آهي. هن جي افزائش ڏيٺين وارن علائقن ۾ ٿيندي آهي. هن جو آکيرو ترندڙ ٻوٽي تي ڪانڌين ۽ گاهه جو ٿلهو ٿيندو آهي. ڊاڍڻ پيڻ اڪثر سياري ۾ ڍنڍن تي نظر ايندي آهي.

**پيوپا**: پوپٽ ۽ ٻين جيتن جو ابتدائي نمونو لاروا هوندو آهي. لاروا جو عرصو ٽن يا پنجن هفتن کان پوءِ ختم ٿي ويندو آهي ۽ ان بعد پيوپا جو عرصو شروع ٿيندو آهي. هن عرصي ۾ جيت جو ڪويو ريشمي قسم جي ڌاڳن سان جڙندو آهي، جيڪو جيت پنهنجي غدودن مان ڪڍندا آهن. اهي غدود ڏگها ۽ جسم جو ڳچ جيترو حصو والاريندا آهن ۽ ڳوٿرين جي شڪل ۾ هوندا آهن.

**پيوڙي**: پيوڙي هڪ قسم جو ٻوٽو آهي، جنهن جا پن ڏانديءَ وٽان ڪٽيل ۽ هيٺان پشمدار ٿين ٿا. هن ٻوٽي ۾ بهار جي مند ۾ گهري ڳاڙهي رنگ جا گل ٿين ٿا، جن جو نمونو شينهن جي ننهن وانگر ٿيندو آهي. ڦر ڦٽڻ تي پنجن پاڱن ۾ ورهائجي وڃي ٿو هر حصي ۾ پشم ۽ موريءَ جي ٻجن جهڙا داڻا ٿين ٿا. هن جا گل گلناري، ٻج ڪارا ۽ ڇوڏا اچا پشمدار ٿين ٿا. هن جي پاڙ جي ڇوڏي ۾ لعابدار قسم جو رس ٿيندو آهي.

**پيوڙي**: هيڊي رنگ جي مٽي جنهن کي ميٽوڙي چوندا آهن. هي مٽي جاين کي رنگ ڪرڻ لاءِ ڪم ايندي آهي.

**پيونٺ**: تعلقي روهڙي جي هڪ ديهه جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

آڏي، سومرن جو ڳوٺ ۽ پنڊو.

**پيوند/ پيوندڪاري**: هڪڙي وڻ جي قلم کي ٻئي وڻ ۾ هڻڻ کي ”پيوند“ چئبو آهي. هي باغاين جو هڪ اصطلاح آهي، جنهن موجب هڪ وڻ جو قلم ٻئي وڻ ۾ هنيو ويندو آهي، جيئن زيتون جو قلم ڄمونءَ جي وڻ ۾ هڻندا آهن، جنهنڪري زيتون جو ڦل ڪاڏي ۾ ڄمون جو ذائقو ڏيندو آهي. هن عمل کي چشمو هڻڻ به چوندا آهن. پيوند ٻيرن ۾ تمام گهڻو ٿيندو آهي. ’پيوند‘ جي لفظي معنيٰ ’چتي‘ آهي. ڪپڙن ۾ به چتيون يا پيوند لڳندا آهن. اصطلاحي معنيٰ ۾ ’پيار جو پيوند لڳڻ‘ به مستعمل آهي.



ٻوٽن جي واڌ ويجهه جو اهو طريقو، جنهن ۾ ٻن ملندڙ جلندڙ ٻوٽن جا حصا، اهڙيءَ طرح هڪ ٻئي سان جوڙيا ويندا آهن، جو اهي هڪ ٻوٽي طور پرورش اختيار ڪندا آهن. پيوند (ٽاري، اک يا قلم) ٿڙ يا ٽاريءَ سان جڙجي وڃڻ کان پوءِ پنهنجون خاصيتون برقرار رکندو آهي. گهڻو ڪري ننڍين ٻوٽن ۽ پختي عمر جي وڻن ۾ پيوند لڳايو وڃي ٿو هيءُ طريقو ميوو ڏيندڙ وڻن جي پرورش لاءِ، خاص ڪري انب، ٻير، انگور ۽ نارنگيءَ وغيره جي باغن ۾ تمام اهم سمجهيو ويندو آهي. جنهن ٻوٽي ۾ پيوندڪاري ڪئي ويندي آهي، ان کي اسٽاڪ (stock) سڏبو آهي. قلم پنهنجي آبائي ٻوٽي وانگر ٿي واڌ ڪائيندو آهي ۽ اسٽاڪ جي خاصيت نه وٺندو آهي.

**پيهو:** سنڌ ۾ پوک جي وچ ۾ يا ڪنهن مناسب هنڌ تي پوک جي سار سنڀال ۽ خاص ڪري جهار جي بچاءُ لاءِ، چئن ٿوڻين يا هڪ هيلنگهه تي ڏکن ۽ ڪکن جي مدد سان هڪ ڇت اڏي ويندي آهي، جنهن کي پيهو سڏبو آهي. پيهي تي چڙهي هاري پوک جي سنگن تي آيل پکين جي جهار ڪانياٽيءَ ۾ ڳوڙها وجهي، ٺڪاءُ ڪري هڪليندو آهي. هاري ڪانياٽيون اَڪ جي تندن يعني آڪاري مان ٺاهيندو آهي، ۽ اُن جي پَٻ ۾ مٽيءَ جا گول ڳوڙها وِجهي، ڦيرائي ٺڪاءُ ڪڍندو آهي، ته ان ٺڪاءَ تي جهار- جهرڪيون، ڪٻرون، هيڙها، ڳيرا ۽ ٻيا پکي اُڏامي ويندا آهن.

ڪن هنڌن تي ٻهراڙيءَ ۾ مڇرن ۽ ڪُتِ جي بچاءُ لاءِ به پيها يا پيهيون اڏيندا آهن، جن تي رات جو سمهبو آهي.

سنڌ ۾ بزرگن جي ميلن تي ٿيندڙ ملاکڙن جي موقعي تي، ملاکڙي جي ميدان ۾ چوڌاري ماڻهن جي ويهڻ لاءِ به پيها يا پيهيون اڏيون وينديون آهن.

**پيهوچا:** 'پيهوچا' سما قبيلي جي هڪ پاڙي/ يا ابڙن جي پاڙي جو نالو آهي. سنڌ ۾ تمام ٿورڙائيءَ ۾ آهن. دادوءَ پرسان هنن جو هڪ وڏو ڳوٺ آهي. سنڌن خاص پاڙا. (1) بهادرائي، (2) بمبائي، (3) دودائي، (4) مندائي آهن.

**پيهوڙي** Pheasant-tailed Jacana / *Hydrophasianus chirurgus*:

هي هڪ آبي پکي آهي. 55 سينٽي ميٽرن (22 انچن) جي جسامت رکندڙ هي آبي پکي (نر توڙي مادي) ٿورڙي فرق سان هڪجهڙا ٿين ٿا. جن جو جسم ڪارڙو ۽ پَراڇا ٿين ٿا. هنن پکين جون چوٽيون ڪاريون ٿينديون آهن. پيهوڙي پکيءَ جو منهن ۽ ڳچي به اڇي ٿيندي آهي ۽ اُن جي ڪنڌ تي سونهري ڪنې ٿيندا آهن. لڳ جي مند ۾ نر توڙي مادي پکيءَ جو پڇ ڊگهو ۽ اڌ گول جي شڪل ۾ سنهڙو تي ويندو آهي. هن پکيءَ جي پيرن جون آڱريون ۽ چنبا ڊگها ٿيندا آهن، جن جي مدد سان هي دِلدِن ۾ آبي ٻوٽن جي ترندڙ پنن تي پنهنجو توازن برقرار رکي هلي سگهندو آهي. هي پکي مڇيون، ڏيڏر ۽ بنا ڪرنگهي وارا ننڍڙا جانور کائيندو آهي. مادي پيهوڙي هڪڙي ئي وقت تي ڏهاڪو نرن سان تعلق رکندي آهي ۽ انهن مان هر هڪ نَر پنهنجي پاڳي وارن آنن تي پاڻ ئي آرو ڪندو آهي.



پيهوڙي پکيءَ جو آکيرو ترندڙ پنن جو ٺهيل هوندو آهي ۽ اُهو خشڪ ڪکن ۽ ٻين ٻوٽن جي هڪ سنهي تهه تي مشتمل هوندو آهي. پيهوڙي جي مادي، نَر کان ٿورڙي وڏي ٿيندي آهي. ٻنهي جو رنگ ساڳيو هوندو آهي، پر هڪ جو رنگ شوخ ٿيندو آهي. هي پکين جو نسل سڄيءَ ڏکڻ ايشيا ۽ ڏور اوير ۾ ٿئي ٿو.

**پيهون:** پيهون يا پينهون، چانورن مان ٺهندا آهن ۽ سرزمين سنڌ جو خاص کاڌو آهن. جيڪو گهڻو ڪري ماڻهو خاص موقعن تي گهرن ۾ چاڙهيندا آهن. پيهون سارين کي اوٻاري ۽ پُچي، ننگهه ۾ ڪُٽي ٺاهيندا آهن. پيهون چانورن وانگر ئي ٿيندا آهن، پر اُهي ڪُٽڻ سبب چپٽرا ٿيندا آهن، جن کي رَڌي کائبو آهي. ڪڏهن پُسائي کِير سان به کاڌا ويندا آهن.

پيهن جي رڌڻ جو طريقو هي آهي ته ديگڙيءَ يا ديگڙي ۾ گيهه، ڦوٽا ۽ ڪنڊ ۽ ٿورو پاڻي وجهي، اُن کي دمي چڙهبو آهي ته ڪجهه وقت ڪانپوءِ پيهون تيار تي ويندا آهن. پيهون عام طرح ڳرو کاڌو سڏيو ويندو آهي.

**پيهي جان پاڻ ۾ (ڪتاب):** مشهور ليکڪ ۽ ڪهاڻيڪار علي محمد پرويز جي هيءَ آتم ڪهاڻي 'پيهي جان پاڻ ۾'، سڄائي اشاعت گهر دڙي (ضلعي ٺٽي) پاران يوسف سنڌيءَ ڇپائي پڌري ڪئي آهي.

هيءَ ڪهاڻي هڪ عوامي ڪارڪن، اديب ۽ جدوجهد ڪندڙ شخص جي آتم ڪٿا آهي. جنهن ۾ هن پنهنجي ذات، ادبي ۽ سياسي سفر کي نه رڳو رقم ڪيو آهي، پر انهن گمنام ۽ عوامي ڪارڪنن کي به ياد ڪيو آهي. جن کي ڪو وڏو سياستدان يا وڏو ليکڪ شايد ئي بيان ڪري سگهي ها. پر جيئن ته پرويز پاڻ غريب خاندان جو شخص آهي، ان ڪري هن پنهنجي سياسي سفر جي انهن سمورن ڪارڪنن کي نه وساريو آهي، جيڪي ئي تنظيمن ۽ اڳواڻن جي ڪردار جي جوڙجڪ ڪندا آهن ۽ سنڌن ناماچاريءَ جو ڪارڻ بنجندا آهن. منزل تي پهچڻ يا منزل جي سفر دوران اهڙا سچا، محنتي ۽ جاکوڙي ڪارڪن اڪثر اڳواڻن کي وِسري ويندا آهن. پر پرويز پنهنجي ڪهاڻيءَ ۾، جيڪي رنگ پريا آهن، انهن ۾ انهن ڌرتيءَ جي سپوتن جا رنگ به شامل آهن، جيڪي سنڌس اُتساهه ۽ ويساهه جا ساٿي بڻيا هئا. هن پنهنجي پارٽي اڳواڻن ۽ سنڌن ڪردار تي به لکيو آهي.




هر آتم ڪٿا وانگر، هن آتم ڪٿا جو مطالعو به پڙهندڙن کي پورهيت ۽ مسڪين ماڻهن جي جدوجهد، ۽ ان جدوجهد مان اُڀري، سماج ۾ ڪارائتو ڪردار ادا ڪندڙ اسان جي اديب ۽ سياسي ڪارڪن جي شخصيت کان اَوس متاثر ڪندو.

هن ڊيمي سائيز جي 360 صفحن جي ڪتاب جي قيمت 350 روپيا رکي وئي آهي ۽ اُن جي اشاعت جو سال 2010 آهي.

**پيهي منجهه پاتار (ڪتاب):** هي ڪتاب هند ۽ سنڌ جي ناميارِي ليکڪ، سنڌي ٻوليءَ جي دانشور ۽ هندستان ۾ 'اکل ڀارت سنڌي ٻولي ۽ ساهت سڀا' جي پليٽ فارم تان 1956ع کان وٺي سنڌي ٻوليءَ کي هندستان کي قومي ٻوليءَ جو درجو ڏيارڻ واري تحريڪ جي اڳواڻ ڪيرت ٻاٻاڻيءَ جو لکيل آهي، جنهن ۾ سندس هيٺيان اهم تنقيدي مضمون شامل آهن:




(1) سنڌي مضمون جي اوسر،
(2) سنڌي ناٽڪ ورهاڱي کان اڳ،
(3) شاهه لطيف: سماجڪ حقيقت پرست،
(4) سامي صاحب جي اڄ جي يگ ۾ مناسبت،

(5) مارڪسوادي جماليات ۽ رچناتمڪ پرڪريا.

هي ڪتاب آرميڪ سنڌي ساهتيه پرچار يوجنا، پوني (انڊيا) پاران آگسٽ 1985ع ۾ شايع ڪيو ويو ۽ انعامي مقابلي ۾ پهريون نمبر آيو. ڪچي جلد سان، 100 صفحن تي مشتمل هِن ڪتاب جي قيمت 20 روپيا آهي.

**پيهي منجهه پاتال** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي نامور اديب ۽ شاعر، شيخ عبدالرزاق "راز" جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ 145 صفحا آهن ۽ ان جي قيمت ٻه روپيا آهي. ڇاپو پهريون پاڪستان رائٽرز گلڊ، انقلاب پريس سکرمان، سال 1962ع ۾ ڇپايو.

**پيئڻ بلا**: پيئڻ هڪ بلا جو قسم آهي. جنهن کي انگريزيءَ ۾ Bungarus ۽ هنديءَ ۾ ڪرئٽ (Krait) چئبو آهي. هيءَ بلا قد ۾ ڇهه فٽ ڪن ڊگهي، سنهي ۽ زهريلي ٿيندي آهي. هن بلا جو رنگ ڪارو ٿيندو آهي، جنهن ۾ نيراڻ مائل چمڪ هوندي آهي. هن بلا جي جسم تي منڍ کان آخر تائين اڇي رنگ جا ڇَلا ٿيندا آهن. هن بلا جون اکيون ننڍڙيون ۽ ڪاريون ٿينديون آهن ۽ اُن جي اک جون پُتليون گول هونديون آهن، جيڪي عام طرح ڏسڻ ۾ نه اينديون آهن. هن بلا جي جسم تي ڇلر ٿيندا آهن، جيڪي لسا، نرم ۽ چمڪيدار ٿين ٿا. هيءَ بلا طبيعت ۾ ڍڄڻي ٿيندي آهي ۽ خطري جي مهل خاموش رهندي آهي، پر تنگ ڪرڻ تي پنهنجي جسم کي وڪڙ ڏئي گول ڪري ڇڏيندي آهي ۽ پنهنجي جسم کي سُسائيندي ۽ ڦِندائيندي رهندي آهي. ان سان گڏ شوڪاريندي ۽ پُڇ کي هيڏانهن هوڏانهن لوڏيندي رهندي آهي، وجهه ملڻ تي هيءَ بلا چَڪ هڻي ڪيندي آهي. هن بلا جون اکيون جيئن ته چمڪندڙ هونديون آهن، ان ڪري اُهي روشني برداشت ڪري نه سگهنديون آهن، جنهن سبب هيءَ بلا صرف رات جو سفر ڪندي آهي. هيءَ بلا ٻين عام بلائن وانگر چَڪ نه هڻندي آهي، پر هن لاءِ مشهور آهي ته اُها سُتل ماڻهوءَ جي وات ۾ پنهنجو ساهه ڦُوڪيندي آهي؛ يعني ماڻهوءَ جي وات مان نڪرندڙ هوا کي پاڻ جهٽيندي آهي ۽ پنهنجي زهريلي هوا ماڻهوءَ جي وات ۾ ڦُوڪيندي آهي، انهيءَ ڪري هن بلا کي عام ماڻهو 'پيئڻ' بلا سڏيندا آهن. هيءَ بلا گهڻو ڪري ڪچ جي رڻ واري پاسي ۽ ٿرپارڪر جي علائقي ۾ ٿيندي آهي. اونهاري جي ڏينهن ۾، خاص ڪري مارچ ۽ مئي مهينن دوران ظاهر ٿيندي آهي. ٿرجا ماڻهو پيئڻ بلا کان بچاءَ طور پاڻ سان بصر ساڻ رکندا آهن. يا بصر جو پاڻي يا خوشبوءِ پنهنجي بدن کي لڳائيندا آهن ۽ رات جو ٻتيون ٻاري سمهندا آهن. هن بلا بابت مشهور آهي ته "ڪاريهر جو ڪکيل ته بچي سگهي ٿو پر پيئڻ جو پيتل مشڪل بچي." عام بلائون کٽن تي نه چڙهنديون آهن، پر پيئڻ بلا کٽ تي به چڙهيو وڃي ۽ ننڊ سُتل ماڻهوءَ جي وات ۾ ڦُوڪي ڪيس پُڇ هڻي جاڳائي ويندي آهي. هن بلا جو زهر اعصابن تي هڪدم اثر ڪندو آهي، جنهنڪري دل ۽ ساهه جو نظام متاثر


پيئڻ بلا

ٿيندو آهي. هن بلا جي ڪکڻ کانپوءِ تڪڙو علاج نه ٿيڻ ڪري گهڻو ڪري ماڻهو مري ويندو آهي. پيئڻ بلا بابت جوڳين وٽ ڪيتريون ڏندڪٿائون موجود آهن. اڪثر وهمي ماڻهو هن بلا جو نالو به نه ڪٺندا آهن ۽ ان کي اصل نالي بدران 'ٻُچڙي' سڏيندا آهن. پيئڻ بلا پنهنجي عادتن ۽ جسماني رنگ روپ ۾ سنگچُور (ڏسو: سنگچوڙ بلا، اينڊڙ جلدَ) سان ڪافي مشابهت رکي ٿي. سائنسي تحقيق موجب پيئڻ بلا، 'ڪپربلا' جو هڪ قسم آهي ۽ سنڌس شمار زهريلين بلائن ۽ نانگن ۾ ٿئي ٿو هيءَ بلا سنڌ کان سواءِ پنجاب جي ريگستاني علائقن ۾ به ٿئي ٿي. هن بلا جي جنس بنگلاديش ۾ به ٿيندي آهي، چيووجي ٿو ته سري لنڪا ۽ بلوچستان ۾ به ٿيندي آهي. ٿر ۾ هن بلا بابت عام راءِ آهي ته پيئڻ جي ڦُوڪيل کي وقت سر جيڪڏهن ڦٽڪي ڪارائبي ته ان جي زهر جو ماڻهوءَ تي اثر نه ٿيندو. ان کان سواءِ ٿر ۾ ڏاچيءَ جو کير ۽ گوهڙ پکيءَ جو آنو به ڪکيل ماڻهوءَ کي واپرايو ويندو آهي ته جيئن ان جي زهر جو اثر گهٽجي سگهي. هن بلا کي ٿر ۾ 'ٻُچڙيءَ' سان گڏ 'ڦوڪٽي' بلا به سڏيو ويندو آهي. چيووجي ٿو ته هن بلا جي وار کان ماڻهو ته نهيو پر اُٺ، گهوڙا، ڳائو مال، گڏهه، رڍون ۽ ٻڪريون به بچي نه سگهنديون آهن.

**پيئي جو شڪار**: پيئي شڪار جو هڪ قسم آهي، جيڪو خاص ڪري سگرن جي موسم ۾ يعني شديد گرميءَ وارن مهينن: مئي، جون، جولاءِ ۽ آگسٽ ۾ ٿيندو آهي، جڏهن سخت جهولو لڳندو آهي، ان وقت خاص ڪري ڦاڙها، گڊ ۽ سرهه، نئين ۽ پاڻيءَ جي ڏهن يا کُنبن مان هڪ نه ٻئي ڏينهن تي پاڻي پيئڻ ايندا آهن. شڪار جا راڪا ۽ وارارا، انهن ڏهن يا کُنبن جي تلاش ڪندا آهن، جتي پاڻي پيئڻ لاءِ ڦاڙها، گڊَ ۽ سرهَ هڪ نه ٻئي ڏينهن ايندا آهن. جڏهن راڪن کي اها ڳالهه معلوم ٿي ويندي آهت فلاڻي ڏينهن تي ڦاڙهن، گڊن يا سرهن جي پاڻي پيئڻ جو وارو آهي، ته پوءِ اُهي شڪارين کي اها ڄاڻ ڏيندا آهن ته فلاڻي ڏينهن تي گڊ يا سرهه پاڻي پيئڻ ايندا آهن. اُنهن مقرر ڏينهن تي شڪاري، ڪُڏڻا ۽ پاراڻا ناهي ۽ لِڪي ويهندا آهن ۽ پوءِ سندن لاءِ شڪار ڪرڻ آسان ٿي پوندو آهي، جڏهن مٿي ڄاڻايل جانور، پاڻي پي واپس ورندا آهن ته مٿن بندوقتن سان ٺڪائوڪي ٿي ويندي آهي، هن قسم جي شڪار کي پيئو چوندا آهن.

**پيئي جن پروڙ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب، سنڌ جي برک ليکڪ، ڪهاڻيڪار ۽ قومي ڪارڪن ابن حيات پنهور جوجي ڪهاڻين ۽ لکڻين جو مجموعو آهي، هي ڪتاب منصور پبليڪيشن جو اٺون نمبر ڪتاب آهي، جيڪو ابن حيات پنهور جي چونڊ لکڻين، ڪهاڻين، تاثرن وغيره تي مشتمل آهي، جيڪي 1951ع کان 1965ع تائين سنڌس اصل نالي توڙي فرضي نالن سان ڇپيون هيون. هن 1949ع کان لکڻ شروع ڪيو هو سنڌس پهرين ڪهاڻي "آءٌ ڪانه ٿي رئان"، جيڪا 1951ع ۾ پرهه ڦٽي رسالي ۾ ڇپي هئي، اها به هن ڪتاب ۾ شامل آهي، جيڪو سنڌي ساهت سال 1981ع ۾ منصور پبليڪيشن حيدرآباد، 1981ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو هو. 140 صفحن واري هن ڪتاب جي قيمت 9 روپيا آهي.



# ج

**جابان:** برپٽ يا ويراني کي عام طرح ’جابان‘ سڏيو ويندو آهي. شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ پڻ سُر سسئيءَ ۾ جابان هن ريت استعمال ڪيو آهي:

هوَ جُنبيا جابانَ ڏي، تون سُتو ساهِيين هَڏَ.

**جابر بن افلح:** ابو محمد جابر بن افلح الاشبيلي، اسپين جي شهر اشبيليه ۾ 555ھ/ 1160ع ۾ پيدا ٿيو. مغربي سائنسدانن ۾ جابر بن افلح لاطيني نالي ’جبر‘ سان مشهور آهي.

جابر ابن افلح رياضي ۽ فلڪيات جو ماهر هو. هن جو سڀ کان اهم ڪم بطليموس جي ڪتاب ’المجسط‘ کي نون بابن ۾ ٻيهر ترتيب ڏيڻ هو.



برلن جي مخطوطي ۾ ان جو نالو ’اصلاح المجسطي‘ آهي. البرٽس ميڪنس پنهنجي ڪتاب ”Specutum Astronomiae“ ۾ هن ڪتاب کي 'Flores' سڏيو آهي، جيڪو غالباً 'Flores Almagesti' جي مختصر شڪل آهي. جابر بن افلح، فلڪيات بابت بطليموس جي ڪجهه نظرين تي ڪافي تنقيد ڪئي آهي. ’اصلاح المجسطي‘ جي ديباچي ۾ بطليموس جي غلطين جي هڪ فهرست موجود آهي. جابر جو ٻيو اهم ۽ مشهور ڪم ’انحراف سيارگان اسفل‘ آهي، جنهن ۾ عطارد ۽ زهره بابت ڄاڻ ڏنل آهي. بطليموس عطارد ۽ زهره ٻنهي سيارن جي جڳهه سج کان هيٺ مقرر ڪئي هئي ۽ دعويٰ ڪئي هئائين ته حقيقت ۾ سيارا ڏسڻ واري جي اک ۽ سج کي ملائڻ واري ليڪ تي ڪڏهن به موجود نه هوندا آهن. جابر بطليموس جي هن دليل کي رد ڪندي عطارد ۽ زهره جو مقام سج کان مٿي مقرر ڪيو. سندس ان تنقيد ۽ حقيقت پڌري ڪرڻ واري عمل ڪيس مغربي سائنسدانن وٽ هڪ مستند حيثيت ڏياري.

سندس وفات بابت ڪا پڪي معلومات نه ٿي ملي، پر يهودي فلسفيءَ ابن ميمون پنهنجي ڪتاب 'Guide of the Perplexed' ۾ ڄاڻايو آهي ته جابر بن افلح ٻارهين صدي عيسويءَ جي پنجين ڏهاڪي ۾ وفات ڪئي.

**جابر بن حيان:** انساني تاريخ جو پهريون ڪيميادان ۽ مشهور فلسفي جابر بن حيان 721ع ۾ عراق جي شهر ’ڪوفي‘ ۾ ڄائو. سندس پيءُ جو نالو ’احمد بن حيان‘ هو. سندس ڪُنيت ’ابُو موسيٰ‘ هُئي. جابر بن حيان هڪ سئو کان مٿي ڪتاب لکيا، جن مان 22 (ٻاويهه) ڪتاب ’علم ڪيميا‘ بابت آهن. هيءُ پهريون سائنسدان هو جنهن معدنيات کي ٽن گروهن ۾ ورهايو. هن پنهنجي ليبارٽريءَ ۾ ڌاتن کي بهتر بنائڻ، فولاد تيار ڪرڻ، ڪپڙي ۽ چمڙي تي رنگ چاڙهڻ، لوهه کي زنگ کان محفوظ رکڻ ۽ شيشي سازيءَ ۾ ميگنيز ڊاءِ آڪسائيڊ استعمال ڪرڻ جا طريقا دريافت ڪيا. جابر جو سڀ کان وڏو ڪارنامو ٽن معدني تيزابن: لوڻ جو تيزاب، گندرف جو تيزاب ۽ شوري جو تيزاب دريافت ڪرڻ آهي. جڏهن ته سون کي حل ڪرڻ لاءِ، شوري جي تيزاب مان هڪ ٻيو تيزاب پڻ تيار ڪيائين، جنهن جو نالو ’ماءِ الملوڪ‘ هو جيڪو هينئر تائين سون کي حل ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي. سٽرڪ ائسڊ، ٽارٽرڪ ائسڊ ۽ ايسيٽڪ ائسڊ به جابر بن حيان جي دريافت آهن. هن مختلف ڪيميائي عملن جي تشريح به ڪئي آهي. ڪيميا جي سامان ۾ ’قرع النبيق‘ ڪرنقل به هن جي ايجاد آهي.



جابر بن حيان

سندس اهم تصنيفون هيٺيون آهن:

(1) ’ورد ڪتب المائة والاثنا عشرة‘: هيءَ ڪيمياگريءَ جي فن بابت مضمونن جو مجموعو آهي، (2) ’ڪتاب الثبعين‘: هي علم ڪيميا تي جابر جي تفصيلي تحقيق آهي، (3) ’ڪتب المائة والا ربعة ولا ربعون‘ يا ’ڪتب الموازين‘: ڪيميا گريءَ ۽ جملي باطني علمن جي نظرئي، خاص ڪري فلسفياڻي سوچ بابت آهي، (4) ’ڪُتب الخمس مائة‘: هيءَ ڪتاب ڪتب الموازين جي ڪجهه مسئلن جي وڌيڪ تحقيق تي مشتمل آهي.

جابر جي تصنيفن ۾ ڪيمياگرن، طب، نجوم (فلڪيات)، جادو (سحر ۽ طلسم) ۽ خاص شين جي علم وغيره جو مطالعو ملي ٿو. ڪانئس پوءِ سندس تحريرن مان عربي ڪيمياگريءَ تمام گهڻو اثر قبول ڪيو. پوئين دؤر جي محققن سندس ڪتابن جي تشريح به ڪئي. سندس ڪتابن جو ترجمو لاطيني ٻوليءَ ۾ پڻ ڪيو ويو آهي.

هن عظيم مسلمان سائنسدان ۽ ڪيميادان 188ھ/803ع ۾ وفات ڪئي. سندس وفات کان اٽڪل ٻه سئو سال پوءِ جڏهن بغداد جي کوٽائي ڪئي وئي ته مختلف شين سان گڏ جابر جي پوري ليبارٽري ۽ سندس هٿن سان لکيل چند قلمي نسخا پڻ هٿ آيا.

**جابر بن سنان حراني:** جابر بن سنان، فلڪيات جو ماهر ۽ پنهنجي وقت جو وڏو سائنسدان، صناع ۽ فلڪياتي اوزارن جو ڪاريگر هو. حران شهر جو رهاڪو هو، پاڻ 903ع ۾ پيدا ٿيو. پنهنجي وطن ۾ تعليم مڪمل ڪرڻ کان پوءِ بغداد هليو ويو، جتي هن پنهنجي پوري زندگي گذاري ڇڏي. بغداد ۾ هن ۽ سندس خاندان ڪافي علمي ڪم ڪري شهرت ماڻي.

جابر بن سنان کي فلڪياتي مشاهدن سان گهڻي دلچسپي هئي. هن فلڪياتي مشاهدي سان لاڳاپيل اوزار ايجاد ڪيا. هن هڪ اهڙو اوزار پڻ تيار ڪيو جنهن جي مدد سان فلڪياتي مشاهدي سان گڏوگڏ مفاصلو پڻ معلوم ڪري سگهبو هو. اهو مشهور اوزار ”Spherical Astrolobe“ جي نالي سان سڃاتو ويندو آهي. انهيءَ اوزار جي مدد سان هن مختلف سيارن، سج ۽ چنڊ جو زمين کان مفاصلو معلوم ڪيو. هي پهريون سائنسدان هو

جنهن ان وقت جي حساب سان اهو ڪارائتو اوزار ايجاد ڪري سائنسدانن جي تحقيقي ڪم ڪي وڏيڪ آسان بڻائي ڇڏيو. انهيءَ اوزار ڪي آڏو رکي مختلف سائنسدانن پنهنجي تحقيق ۾ ڪافي جدت پيدا ڪئي.

**جابر بن عبدالله الانصاري**: جابر بن عبدالله الانصاري، ڪنيت ابو عبدالله. حضور صلي الله عليہ وسلم جو پيارو اصحابي، خزرج قبيلي مان هو. پاڻ 20 عام الفيل 601ع ۾ پيدا ٿيو. حضرت جابر پنهنجي سڄي ڪٽنب سميت حضور صلي الله عليہ وسلم جن تي ايمان آڻي، اسلام قبوليو. انهيءَ ڪري سندس شمار رسول اڪرم ﷺ جي پيارن اصحابين ۾ ٿيندو آهي. هيءُ غزوه خندق ۽ بدر کانسواءِ ارڙهن جنگين ۾ رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن سان گڏ هو، جن ۾ غزوه حنين ۽ غزوه تبوڪ شامل آهن. حضور ﷺ جن سان بي پناهہ محبت ڪندو هو. 11هہ/ 632ع ۾ نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جي رحلت کانپوءِ هميشہ سندن آل/ اولاد سان گڏ هوندو هو. حضرت علي عليہ السلام سان گڏ صفين جي جنگ ۾ هڪ مجاهد وانگر وڙهيو.

جابر بن عبداللهؓ جي زندگيءَ جو مقصد حديثن جي اشاعت هو، جيڪي هن وڏي محنت سان گڏ ڪيون هيون. مشهور حديث ’حديث ڪِساءَ‘ جو راوي بہ هي آهي. جڏهن حجاج بن يوسف جهڙو ظالم ۽ تشدد پسند شخص مديني جو گورنر مقرر ٿيو تہ هن حضرت جابرؓ تي بہ تمام گهڻيون سختيون ڪيون. جابر بن عبدالله حقيقي اصحابي ۽ عاشقِ رسول ﷺ هو ۽ کيس اهو بہ شرف حاصل آهي تہ حضرت امام حسين عليہ السلام جي شهادت کانپوءِ جڏهن امام صاحب جي تربت تيار ٿي تہ سڀ کان پهريون مجاور ۽ زوار پاڻ ٿيو ۽ آخري عمر تائين سندن مزار تي رهيو. سن 74هہ/693ع ۾ وفات ڪيائين. هن وصيت ڪئي هئي تہ سندس جنازي نماز ۾ حجاج بن يوسف کي شامل ٿيڻ نہ ڏنو وڃي.

**جاتي**[1]: ضلعي ٺٽي جو تعلقو ۽ اهم شهر آهي. هن علائقي ۾ جت برادري اڪثريت سان رهندڙ آهي، ان ڪري ان جو نالو ’جاتي‘ پئجي ويو. هي لاڙ جو قديم شهر ۽ واپاري مرڪز رهيو آهي. هي پيداوار جي لحاظ کان هتان جو علائقو زرخيز آهي. ساريون، ڪمند ۽ ڪيلو هتي جا خاص فصل آهن. جت برادري جا اڳواڻ ’ملڪ‘ سڏبا آهن. جيڪي ڳوٺ ’راڄ ملڪ‘ ۾ رهندا آهن. ’ملڪاڻي‘ سندن پاڙو آهي. انهن مان ملڪ فريد خان، ملڪ مامون خان، ملڪ غلام قادر خان (جيڪو سنڌ حڪومت ۾ وزير بہ رهي چڪو آهي)، رسول بخش خان جت (اڳوڻو ٺٽي ضلعي ڪائونسل جو چيئرمئن)، نامور اديب ۽ محقق رسول بخش تميمي ۽ نوجوان اديب ذاڪر حسين ڪٽي هن ئي شهر ۽ تعلقي جا رهندڙ آهن.

هتي ’جت‘ برادري کان سواءِ ٻيون برادريون بہ رهندڙ آهن، جن ۾ ميمڻ، ٿهيم، ملاح، ابڙا، ڪٽي، مگسي، مگٿهار، پنهور، پناڻ ۽ سومرا قابل ذڪر آهن. جاتي شهر ۾ پرائمري بوائز ۽ گرلس اسڪول، گرلس هاءِ اسڪول، انٽر سائنس ڪاليج، سول اسپتال ۽ جانورن جي اسپتال وغيره موجود آهن.

هن تعلقي جو مکيہ شهر ’مغربين‘ (مغل ٻين) آهي.

هيءُ ڏندين ۽ ڍورن وارو تعلقو آهي، ڇاڪاڻ جو سنڌو درياهہ جون تمام گهڻيون شاخون هن تعلقي مان وهي، سمنڊ ۾ داخل ٿين ٿيون. جهڙوڪ: سير، جنهن کي کاري سير بہ چوندا آهن. اهو وهڪرو تعلقي شاهبندر مان اچي ٿو. سنديو، ڪڏو، همراهہ، ڪريڙا، ونگر ٻاندو، حرامي لکي، ڊگهڙو، شاتري، ڪينجهر ڪينجهو، پڪار، بگهاڙ، سنڌڙي، خونياڻي، گهوڙو، نئون درياهہ، پئي وارو ڍورو، دڙيون ڍورو، ڪاجهر (شاهبندر جي درياهہ جو حصو)، لوڏيءَ وارو ڍورو، ڪُوري وارو ڍورو، سنهڙو، سانگڙو ڍورو، وڻاڻ وارو ڍورو، قسمي وارو ڍورو، ڦٽو ڍورو، ٻچاءَ وارو ڍورو ۽ ڪارو ڍورو اچي وڃن ٿا.

هن تعلقي ۾ ڪوچل، ڇمائي، جهم، چوڀٽي خاص ڏنڊون آهن.

جاتي تعلقي ۾ ٻہ سرڪلون ۽ ٻارهن تپا آهن. هن جي پکيڙ 2145 چورس ميل آهي. هن تعلقي کي ٽن پاسن کان خشڪي ۽ هڪ پاسي کان سمنڊ آهي. هي تعلقو قدرتي طرح چئن ڀاڱن ۾ ورهايل آهي. ڪارو، ميدان، ڪس ۽ لوڻاٺيل.

**ڪارو:** هيءُ حصو تعلقي جي ڏکڻ واري پاسي آهي، جتي مستقل طرح ڪا وستي ڪانهي. هيءُ حصو سمنڊ جي اثر سبب سدائين ڪارو ۽ ڪلراٺو رهي ٿو، جتي ڪنهن بہ قسم جي آبادي وغيره ڪا نہ ٿئي، جڏهن تہ سمنڊ جي ڪناري تي تمر جا وڻ ۽ ٻيو لوڻاٺيل گاهہ ٿئي ٿو، جنهن کي فقط اُٺ و مال کائيندو آهي، ان ڪري ئي اُٺين جو ڪير پيئڻ ۾ ڪارو لڳندو آهي. هن حصي جي معدني پيداوار لوڻ آهي.

**ميدان:** تعلقي جاتيءَ جو گهڻو حصو مَيداني آهي. هتان جي 98 سيڪڙو آباديءَ جو مدار هن حصي تي آهي. هتي گهڻو ڪري سيئي فصل پوکبا آهن.

**ڪس:** درياهہ جي پَر واري زمين کي ’ڪس‘ چوندا آهن. جاتيءَ جي انهي حصي جو ڪجهہ ٽڪرو ٻيلن وارو آهي. باقي زمين تي پوک ٿيندي آهي. هن حصي کي ’ڪچو‘ بہ چوندا آهن. هن ايراضيءَ ۾ ڪيلي جي پوک ڀلي ٿيندي آهي.

**لوڻاٺيل:** هيءُ سمنڊ سان لاڳاپيل حصو آهي، جيڪو مڪمل غير آباد ۽ لوڻ جي کاڻين وارو حصو آهي. اهو لوڻ معدني پيداوار جو اهم ذريعو ٿي سگهي ٿو. سمنڊ سان لاڳو هئڻ ڪري هتان جي آبهوا وچٿري آهي. هتي نہ سياري ۾ سردي گهڻي ٿئي ۽ نہ اونهاري ۾ گهڻي گرمي ٿئي.

**جاتي**[2]: ٽنڊي محمد خان جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ ڳوٺ: حاجي احمد علي، سيٺ محمد ميمڻ، صادق ميمڻ، صديق درس، بخشڻ درس، اسحاق درس، ملڪ آباد خان ۽ يعقوب مير بحر وغيره اچي وڃن ٿا.

**جاتي**[3]: ٽپي ڏنڊي جي ديهہ جو نالو ۽ يونين ڪائونسل جنهاڻ سومري ۾ بہ هڪ ديهہ جو نالو جاتي آهي.

**جاٽ**[1]: هند ۽ پاڪ جي ننڍي کنڊ ۾ رهندڙ اها هڪ ذات آهي، جنهن کي بشريات جي ماهرن آريائي يا سٿي (Scythian) آريا نسل ڪري ڄاڻايو آهي. هيءَ برادري مڪاني قبيلن جي ميل جول ڪري جدا جدا فرقن ۾ ورهائجي ويئي. جيئن تہ پنجاب ۾ راويءَ جي اولاهن ضلعن ۾ گهڻا ’جاٽ‘ مسلمان هئا، پر وچولي پنجاب ۾ گهڻا سِکَ، ۽ ڏکڻ اوڀر واري علائقي ۾ گهڻو ڪري هندو هئا. پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ کان پوءِ تقريباً غير مسلم جاٽ هندستان هليا ويا آهن.

پنجابي ۽ لهندا ٻولين ۾ ’جاٽ‘ کي ’جٽ‘ اچاريو ويندو آهي. ’جاٽ‘ ذات ٻني ٻاري سان وابستہ آهي. هڪ هنڌ رهڻ ۽ پاڻ ۾ ٻڌيءَ رکڻ جي ڪري هر دور ۾ هي قبيلو طاقتور رهيو آهي. مثلاً: محمود غزنويءَ جي لشڪر سان جنگ ڪيائون؛ مغل شهنشاهہ شاهجهان جي دؤر ۾ بغاوت ڪيائون؛

اورنگزيب جي دور ۾ جاٽن پنهنجن سردارن راجا رام ۽ رام چيرا جي اڳواڻيءَ ۾ نہ فقط عام ماڻهن کي آزاريو، پر فتح پور سڪريءَ ۾ اڪبر بادشاھ جي مقبري کي بہ ٽوڙڻ جي ڪوشش ڪيائون، جنهن تي 1686ع ۾ اورنگزيب کين سيکت ڏيڻ لاءِ وڏو لشڪر موڪليو، پر جاٽن ان کي بہ شڪست ڏيئي ڀڄائي ڇڏيو.

اورنگزيب جي وفات کان پوءِ مغليہ حڪومت نهايت ڪمزور ٿي ويئي. ان موقعي جو فائدو وٺندي جاٽن جي سردار سورج مل، دهليءَ جي وچ واري علائقي ۾ ظلم جي انتها ڪري ڇڏي، جنهن جي نتيجي ۾ احمد شاھ ابداليءَ حملو ڪري جاٽن کي سيکت ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي. ان دور ۾ پاڻيپٽ جي جنگ ۾ مرهٽن کي سخت شڪست آئي، جنهن کان پوءِ جاٽن جو زور گهٽجي ويو. ان سلسلي ۾ باقي رهيل ڪسر انگريزن ڪڍي ڇڏي، جن 1857ع ۾ دهليءَ تي قبضو ڪري جاٽن کي بيوس ڪري ڇڏيو.

سنڌ ۾ رهندڙ جتن بابت ڪن مؤرخن جو خيال آهي تہ اهي جاٽ آهن، جيڪي سنڌ تي عربن جي فتح کان پوءِ عربستان ڏانهن هليا ويا هئا ۽ کين تاريخن ۾ 'زط' چيو ويو آهي. جڏهن تہ 'جاٽ' برادري جو واسطو پنجاب جي اُترئين حصي سان آهي. سنڌ ۾ 'جت' هڪ جدا برادري آهي، جيڪا پنجاب جي ملتان واري پاسي، سنڌ ۽ بلوچستان جي رهندڙ آهي. اها برادري اُٺن جا وڳ ڌاريندي آهي. ٿر، ڪوهستان ۽ سنڌ جي ساموندي ڪنارن وارا علائقا سندن رهائش گاهون آهن. انهيءَ نسبت سان اُٺن تي بار ڪڍندڙ يا اُٺ ڌاريندڙ بہ جت سڏيا ويا. بلوچستان ۽ ڪوهستان ۾ رهندڙ هر قبيلي جا پنهنجا 'جت' هوندا آهن. (**وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو: 'جت'**).

ٿر جي تعلقي ڇاڇري ۽ ننگرپارڪر جي ڪجهہ حصن ۾ بہ 'جاٽ' رهن ٿا، جن جون نکون ڪلوريا، موندا ۽ سوراجان آهن. خيال آهي تہ اها ذات گهٽو ڪري ٻين قومن ۽ شهري زندگيءَ کان پري رهڻ ڪري عام شهري ڪلچر کان غير واقف رهي آهي، انهيءَ ڪري 'جٽ' جو محاورو وجود ۾ آيو، جنهن جي معنيٰ آهي 'جاهل' يا اڻ ڄاڻ.

**جاٽ²**: هَرَ جي پهرين 20 ڪن اوڙن جو مجموعو. اُٺن ۽ ڍڳن سان جاٽون ڀري ٻنيون پوکيندا آهن. جاٽ کي هندي ٻوليءَ ۾ 'زيارت' بہ چوندا آهن. جيئن اُڏيري لال جي ٻاراهي ميڙ کي 'جاٽ جو ميڙو' (يعني 'ياترا' جو ميَڙو) چوندا آهن.

**جاثيہ، سورة**: قرآن مجيد جي 45 نمبر سورة جاثيہ، 25 هين سيپاري 'اليه يرد' ۾ موجود آهي. هن سورة ۾ ڪل چار رڪوع ۽ 37 آيتون آهن. هن سورة ۾ الله پاڪ توحيد ۽ آخرت بابت مڪي جي ڪافرن جي اعتراضن ۽ شبهن جا جواب ڏنا آهن ۽ هيءَ مڪي ۾ نازل ٿي. سورة جي آغاز ۾ زمين ۽ آسمان جي بيشمار نشانين طرف اشارو ڪري ٻڌايو ويو آهي تہ توهان ڪائنات ۾ جتي بہ نظر وجهندا، هر شيءِ خدا جي توحيد جي گواهي ڏيندي هوندي. هن ڪائنات کي ٺاهڻ وارو اهو اڪيلوئي بادشاھ آهي. ٻي رڪوع ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ انسان جي ڪم اچڻ واريون سيئي شيون انهيءَ خدا جون نعمتون آهن. اگر انسان عقل کان ڪم وٺي تہ يقيناً اهو چوندو تہ اهو ئي خدا انسان جو محسن آهي، ان کان پوءِ مڪي جي ڪافرن تي انهن جي ضد ۽ هوڏ سبب ملامت ڪئي وئي آهي. ان سلسلي ۾ بني اسرائيل جو مثال ڏنل آهي تہ انهن ڪلام الاهيءَ جو قدر نہ ڪيو، جنهنڪري هي دولت انهن کان کسجي وئي. پوءِ آخرت جي عقيدي تي بحث ڪيو ويو آهي ۽ ٻڌايو ويو آهي تہ اهو صرف گمان آهي تہ انسان ٻيهر زنده نہ ٿيندو. آخرت جو انڪار انهن ماڻهن لاءِ تباهيءَ جو باعث آهي ۽ اهي گمراھ پيا ٿيندا وڃن. جڏهن قيامت ايندي، تڏهن هو خود پنهنجي اکين سان ڏسي وٺندا تہ انهن جا عمل سندن سامهون اچي چڪا آهن.

**جاجڪ**: هن لفظ جي معنيٰ آهي، منگتو، مڱڻو پينو فقير. هنديءَ ۾ ان کي 'جاچڪ' بہ چون ٿا، جنهن جي معنيٰ آهي: ڀٽ، دهل وڄائڻ وارو، مڱڻهار. جاجڪ هندن ۾ هڪ ذات آهي، جيڪي خوشيءَ جي موقعن تي ڳائي وڄائي ساٽ سوڻ ڪن ۽ لاڳ وٺن ٿا. جاجڪ بنيادي طرح منگتو آهي، شاھ لطيف سُر سورٺ ۾ ٻيجل/ چارڻ لاءِ جاجڪ لفظ استعمال ڪيو آهي:

جاجڪ جهونا ڳڙھ ۾، ڪو عطائي آيو.

**جاجڪاٽي**: جاجڪاٽي هڪ ذات آهي، جيڪي ڀانن، چارڻن، منگتن ۽ مڱڻهارن سان واسطو رکن ٿا. جاجڪاٽيءَ جي معنيٰ آهي: ڪيرت ڪرڻ.

**جاجي**: پٺاڻن جو هڪ قبيلو، هي ڪڪئي جي پٽ ڪگيانيءَ جو اولاد آهن. سنڌ ۾ رهندڙ پٺاڻ ۽ اعواڻ بہ 'جاجي' نسل مان ڄيا وڃن ٿا.

**جاجهٽجا**: سمن ۽ ملاحن جي هڪ پاڙي جو نالو.

**جاحظ**: ابو عثمان عمر بن بڪر الڪنعاتي الفقيني البصري الجاحظ، 160ھ/ 776ع ڌاري بصري ۾ پيدا ٿيو. هُو علمي دنيا ۾ 'جاحظ' جي نالي سان مشهور آهي. هو اصل حبشي طبقي جي پورهيتن مان هو. ننڍپڻ بصري ۾ گذاريائين. لساني تحقيقي ڪچهرين ۾ شريڪ ٿيندو هو. هن الاصمعي ابو عبيده ۽ ابو زيد، جهڙن لسانيات جي عالمن کان فيض ورتو. جاحظ عربي علم ادب جي عمارت جو باني هو. هو نثر نويسي ۾ علم بيان، علم بديع ۽ معاني ۽ شعر جي پرک ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو ۽ علم ادب جي دائري کان ٻاهر 'علم ڪلام' جو بہ ماهر هو.



هن کي انسان ذات سان لڳاءُ هو، ان ڪري هن رنگ نسل جي متڀيد ۽ نفرتن خلاف قلم کنيو. هو بغداد جي درٻار ۾ موجود سنڌي عالمن جي ذهانت، هنر ۽ حرفت جو قائل هو. جاحظ ڪيترائي سفر ڪيا، جن ۾ 'شام' جي سياحت بہ شامل آهي. سياحت دوران کيس بغداد ۾ ڪيترن ئي قديم يوناني ڪتابن جي مطالعي جو موقعو مليو. جاندارن متعلق سندس معلومات نهايت وسيع هئي. ان موضوع بابت سندس لکيل 'ڪتاب الحيوان' دنيا جي پهرين قابلِ قدر تصنيف هئي. هن جي وسيع معلومات جي دائري ۾ انسان، جيت جڻيا، پکي پکڻ، وڻ ٽڻ، ذاتيون، قبيلا، حسب نسب، ملڪ ۽ ماڳ اچي ٿي ويا. هڪ طرف همعصر دوُر ۾ جاحظ علم جا درياھ وهائي ڇڏيا تہ ٻئي طرف ان دوُر جي احمقن بہ پنهنجي علم ۽ عقل جي ڏيوالي جا پڙها پٽي ڏنا. نيٺ جاحظ اهڙن احمقن ڏانهن ڏيان ڏنو ۽ کين 'چورس ۽ گولائيءَ' جي عنوان سان رسالو لکي جواب ڏنو.

زندگيءَ جي آخري حصي ۾ فالج جي مرض جاحظ جي جسم جو اڌ حصو مفلوج ڪري ڇڏيو. هو بغداد کان واپس پنهنجي وطن آيو، جتي هن 255ھ/ 868ع ۾ محرم الحرام جي مهيني ۾ وفات ڪيائين. سندس

تصنيفن جو تعداد 200 جي لڳ ڀڳ آهي، جن مان صرف 30 کن ڪتاب منظرِ عام تي آيا آهن. جن مان ڪتاب 'الحيوان' ستن جلدن تي مشتمل آهي. سندس ڪجهه مشهور ڪتابن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا:

(1) 'الزرع والخل'، (2) 'نباتات' (جڙين ٻوٽين باب)، (3) 'المعرف' (معدنيات بابت)، (4) 'السودان والسيطان' (ڪارن اڇن نسلن بابت)، (5) 'النساء' (عورتن جي نفسيات بابت)، (6) 'الجواري والغلمات' (غلامن ۽ ڪنيزن بابت)، (7) 'الخلاق الملوڪ' (بادشاهن جي اخلاق بابت)، (8) 'البيان والطبين' (عرب شاعرن ۽ اديبن بابت) ۽ (9) 'الرد علي النصاري' (عيسائين بابت) وغيره.

**جادَ:** وارن جي اها چڳ، جيڪا ڪنهن 'ٻاس' سبب رکائي وئي هجي ۽ اصل نه وڍائجي. هيءَ وارن جي چڳ گهڻو ڪري هندو ۽ موالي فقير رکائيندا آهن. لونڊڙيءَ وٽان نڪتل وارن جي چڳ، جيڪا سهڻي عورت جي وصفن ۾ شمار ڪئي ويندي آهي، ان کي به جاد چوندا آهن (وڌيڪ ڏسو: جادَو).

**جاداڻي:** جمالي بلوچن ۽ ٻرڙي بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو. سجاول، ٺٽي ۾ ملاحن جي هڪڙي پاڙي جو نالو به 'جاداڻي' آهي.

**جادم جکرو:** شاهه لطيف جي شاعريءَ جو هڪ ڪردار. هيءَ سمي خاندان مان هڪ سخي حاڪم ٿي گذريو آهي. هڪ روايت ۾ آهي ته جکرو، سمي (وڏي) جو پٽ هو. ٻي روايت ۾ آهي ته جکرو سام جو پٽ هو ۽ هن جا وارث اصل هندو هئا. چيو وڃي ٿو ته سما خاندان به اصل جادم جکري کان شروع ٿيو آهي. هي پاتار شهر جو رهاڪو هو. جتي هڪ مضبوط قلعو پڻ هو. جنهن جو هي مالڪ هو. ان ڪري هن کي 'گيڊ ڏٽي' پڻ چوندا هئا. ڪن عالمن هن کي 'گهڙ راءِ' پڻ سڏيو آهي. بدين ضلعي ۾ 'پاتار' يا 'پاتال' نالي ڪافي ديهون ملن ٿيون. ان ڪري چئي سگهجي ٿو ته اتي ئي ڪٿي سندس راڄڌاني هئي. هي پنهنجي دؤر جو مشهور سخي سردار هو ۽ پاڻيءَ وانگي پنهنجو خزانو وهائيندو هو. سندس سخاوت ۽ گنج لٽائڻ واري ان عمل کي ان وقت جي مڱڻهارن، پنن، ياڻن گنگا جو وهڪرو سڏيو آهي. سخاوت ڪري ڪيس 'راءِ گنگا جر' پڻ سڏيو ويندو هو. سندس ان سخاوت کي شاهه عبداللطيف ڀٽائي به پنهنجي ڪلام ۾ ساراهيو آهي ۽ هڪ بيت ۾ هن نموني سندس سخاوت جو بيان ڪيو ويو آهي:

جکرا! جيين شال، تُنهنجو ڪَنين مَدو مَ سُڻان،
جِئَن تو اَچي ڪالَ، نالائق نوازِئا.

(سُر بلاول: شاهو ڀٽي: ص: 1199)

جکري جادم کي ڪل چار پٽ هئا. هسپت، گڇپت، پوپت ۽ شورا سامڻ/ راءِ ڏياچ. سامڻ کي به پٽ ٿيا هڪڙو پلي ۽ ٻيو رائڌڻ. رائڌڻ جي اولاد پاڻ کي سما چورايو. رائڌڻ کي ٽي پٽ ٿيا، سامڻ، نوتيار ۽ پلي. سامڻ کي وري ٽي پٽ، اُنڙ، ڦُل ۽ مناهي ٿيا. نوتيار کي هڪ پٽ آريسر ٿيو ۽ پَليءَ کي به پٽ درس ۽ ساند ٿيا. ساند کي هڪ پٽ هالو ٿيو هالي جا وري ست پٽ هئا: جنو جائيهو جکرو، هوٿي، هنگورو، ڏيرو ۽ پکي.

**جادم ڪلهوڙو:** تعلقي ڏوڪريءَ جي هڪ ديهه جو نالو. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

آباڻي لاکير، صوبدار سرگاڻي، سلطان لاکير، پوري جا پاڻ، آچر مانگڙيو ملوڪ شاهه، محمد صديق ماڇي، رستم پند، علي حسن لاشاري، نبي بخش سرگاڻي، صفر لاشاري، صديق کوري ۽ صالح شاهه.

**جادم مڱريو:** ناميارو سياستدان فقيرجادم ولد فقيروڏڻ مڱريو، 1957ع ڌاري ڏوري ناري لڳ ڳوٺ حاجي ولي محمد مڱريو، ضلعي عمرڪوٽ ۾ جنم ورتو. پرائمري تعليم ڳوٺ مان، مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ڏوري ناري ۽ انٽرميڊيئيٽ سچل ڪاليج حيدرآباد مان پاس ڪيائين. جنهن ڪانپوءِ سنڌ يونيورسٽيءَ مان بي. اي ۽ ايم. اي (اقتصاديات) جي ڊگري ورتائين. هن سياست جو آغاز ڏورو نارو يونين جي صدارت کان 1974ع ۾ ڪيو. 1987ع کان 1989ع تائين ٽائون ڪاميٽي ڏوري ناري جو چيئرمئن رهيو. 1990ع وارين چونڊن ۾ مسلم ليگ 'فنڪشنل' جي ٽڪيٽ تان صوبائي سيٽ لاءِ چونڊ وڙهيو. سندس مقابلي ۾ بيٺل مير منور ٽالپر کي 360 ووٽن تان ڪاميابي ملي. ڪيس پير صاحب پاڳاري جي ڀرپور حمايت حاصل رهي آهي. هُو جام صادق علي ۽ مظفرحسين شاهه جي وڏ وزارت دوران صلاحڪار رهيو. 1993ع ڌاري ڪجهه عرصو جيل به ڪاٽيائين. 1994ع کان 1996ع تائين 'مسلم اسٽوڊنٽس فيڊريشن' جي صدارت جون ذميواريون سنڀاليائين. 03- 2002ع ۾ جڏهن علي محمد مهر سنڌ جو وڏو وزير هو تڏهن جادم مڱريو 'ڪميونٽي ڊولپمينٽ' بابت صلاحڪار مقرر ٿيو بعد ۾ ارباب غلام رحيم جي وڏ وزارت دوران سندس خاص صلاحڪار مقرر ٿيو جنهن جو درجو صوبائي وزير وارو هو. ان دوران هو 'فشريز ۽ لائيو اسٽاڪ' بابت صلاحڪار رهيو. ذميوارين دوران هن مهاڻن جي ترقي، فلاح ۽ مالوند ماڻهن جي ڀلائيءَ جا ڪجهه پئڪيج منظور ڪرايا ۽ ٺيڪيداري نظام جي خاتمي لاءِ ڪوششون ورتيون. 2008ع جي چونڊن ۾ هن ڀهريون ڀيرو قومي اسيمبليءَ جي ٽڪ اين. اي 234- سانگهڙ تان چونڊ وڙهي ۽ پير صاحب پاڳاري جي حمايت سان ڪامياب ٿيو. يوسف رضا گيلانيءَ جي وزارت عظميٰ دوران ڪيس ڪجهه عرصي لاءِ ريلوي جو مملڪتي وزير مقرر ڪيو ويو. ان بعد فشرين لائيو اسٽاڪ ۽ ڊيري ڊولپمينٽ جو مملڪتي وزير به رهيو. هن حيدرآباد جي علائقي نسيم نگر ۾ 'جيجل ماءُ' نالي خيراتي اسپتال به قائم ڪئي آهي.



**جادڻ:** سما قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو. جيڪي ملاحن جي اوڙڪ ۾ اچن ٿا.

**جادَو:** هن لفظ جو صفاتي مفهوم آهي 'سهڻن وارن وارو' مرد يا عورت. اصل ۾ 'جادا' لونڊڙين جي وارن کي چوندا آهن. جيڪي سنڌ ۾ سونهن جي هڪ معيار وصف آهي. شاعر چيو "ٿي جادن سان جادو هٽي". (جادو جو جمع جادا) يعني لونڊڙين وارا سونهري وار، پوءِ اهي عورت جا هجن يا مرد جا. ان ڪري مردن توڙي عورتن تي نالو رکيو ويو 'جادَو'. ان نالي کي وڌيڪ نزاڪت ۽ پيار سان سڏيندا ته 'جادَل' يعني: سونهري وارن واري سهڻي عورت. مرد پٽڪو ٻڌندا ته هاسيڪار پٽڪي جي ورن ۾ لونڊڙين وٽان 'جادا' ظاهر ڪندا. اهو به هڪ انداز آهي. سنڌ ۾ 'جادو' نالو عام آهي. جادي نالي وارن ڪن مشهور ماڻهن جي نالي کي ڳوٺ آباد پڻ ٿيل آهن. اهڙن آڳاٽن ماڻهن جي نالي سان ديهون به جڙيون. جهڙوڪ: ٽرڙي جادو شهيد.

**جادُو:** جادُوءَ کي هٿ ناٽ، طلسم يا سحر بہ چئبو آهي. انسان قديم دور کان وٺي غيبي قوتن، جانورن ۽ دشمنن کي تارڻ ۽ قائل ڪرڻ لاءِ ٽوٽڪا، ڦيڻا، منڊ ۽ منتر استعمال ڪندو رهيو آهي.

جادوءَ جو عمل انساني تاريخ جي اوائلي دؤر جو يادگار آهي. اهو انسان جي محدود علم ۽ تجربي جو دؤر هو، جڏهن اجا هو فطرت جي واقعن ۽ مشاهدن جي ماهيت کان بي خبر هو. سج، چنڊ، باهہ ۽ پاڻيءَ کي ديوتا سمجهندو هو. گوڙ، مينهن ۽ طوفان کي ديون جي آمد، جڏهن تہ چانڊوڪيءَ جي سهڻي رات کي پرين جي آمد جي تياري تصور ڪيو ويندو هو. انسان تي ٻهرين فطري طاقتن جي هيبت طاري ٿي، ماحولياتي ۽ فطري تبديليون، سندس اڳيان وڏيون آفتون ثابت ٿيون. ان زماني ۾ انسان سڀ کان ٻهرين پنهنجي پرپاسي ۾ ظاهر ٿيندڙ ٻاهرين طاقتن کي محسوس ڪيو ۽ ڪائنات گهڻو متاثر ٿيو اڳتي هلي هن کي پنهنجي هستيءَ ۽ طاقت جو شعور پيدا ٿيو ۽ هن ٻاهرين طاقتن کي منهن ڏيڻ لاءِ ڪي سٽون سٽڻ شروع ڪيون. آهستي آهستي انساني عقل جي اوسر ٿي. هن پٿرن ۽ ڪاٺ جي اوزارن ذريعي نانگن، بلائن ۽ ٻين خطرناڪ جانورن کي مارڻ شروع ڪيو جنهن سان ٻين ماڻهن ۾ بہ خودداري ۽ خوداعتماديءَ جنم ورتو. اها خوداعتمادي انسان جي ذهني حرفت ۽ هنرمنديءَ لاءِ هڪ اهم پيش خيمو ثابت ٿي، بعد ۾



انسان ان ڳالهہ تي آماده ٿيو تہ جسماني طاقتن کان سواءِ ٽوڻن، ڦيڻن، منڊن ۽ منترن ذريعي اهڙا ڪارناما ڪرڻ گهرجن، جن ذريعي نہ صرف آفتن کي ٽاري سگهجي، پر ماڻهن جو ويساهہ بہ وڌي ۽ ماڻهن کي قائل بہ ڪجي. اهڙيءَ طرح ٽوڻن، ڦيڻن، ٽڪساٽن جو رجحان وڌيو ۽ ان ويساهہ جي ڪري ڪن حرفتي ماڻهن، مختلف ڪرتب ڪري عوام جو عقل چرخ ڪري ڇڏيو ۽ پوءِ جڏهن انهن ٽڪساٽن، هٿ ناٽن، ٽوڻن ۽ ڦيڻن باقاعدي هڪ فن جو روپ اختيار ڪيو تہ ان کي 'جادوءَ' جو نالو ڏنو ويو.

جادوءَ جي فن جي واڌ ويجهہ ۽ ان جو باقاعدي استعمال، انساني تاريخ جي ٻئي يا وچين دؤر ۾ ٿيو. اها انسان جي ذهني ارتقا هئي ۽ عقلمند انسانن پنهنجون اٽڪلون ۽ حرفتون شروع ڪيون، جيڪي عام سمجهہ کان متاهيون هيون. ائين ٿي هن فن جي ارتقا ٿي ۽ 'جادو' انسان لاءِ برداشت ٽوڙي مقابلي جو هڪ اهم ذريعو بڻيو.

جادوءَ جي فن جي ترقيءَ جي ڪري، اوائلي مذهبن جو بنياد ئي جادوءَ تي پيو. اهوئي ڪارڻ آهي جو هيءُ فن هر زماني ۾ هر قوم جي ماڻهن جي عقيدن ۾ داخل رهيو ۽ مختلف ماڻهو مختلف ملڪن ۾ جادوءَ جي مهارت جي دعويٰ ڪندا رهيا. قديم مصر جا پوڄاري ان دعويٰ جي بنياد تي پنهنجي مذهبن ۽ عبادتن جو بنياد رکندا هئا. اوائلي مصري، ويدڪ، بابلي ۽ ٻين روايتن ۾ ديوتائن جي طاقت جو ذريعو ئي جادوءَ تي هو يورپ ۾ جادوءَ جو رواج بہ عام رهيو. آفريڪا ۾ تہ اڄ تائين مختلف مرضن جو علاج جادوءَ ذريعي ڪيو ويندو آهي. آمريڪا جا ڪي جادوگر، جادوگريءَ کي پنهنجو مذهب تسليم ڪندا آهن. جيڪو آثارِ قديمہ جي تحقيق موجب تقريباً 2500 (ق. م) کان مروج آهي.



قديم مصري جادوءَ جو تصور

جادو اصل ۾ هڪ نفسياتي اثر آهي، جيڪو جسم ۽ ذهن کي متاثر ڪري ٿو. مثال طور خوف هڪ نفسياتي شيءِ آهي، پر ان جو اثر جسم تي اهڙيءَ طرح ٿئي ٿو، جو سڄو جسم ٿڙڪڻ لڳي ٿو دراصل جادوءَ سان حقيقت تبديل نٿي ٿئي، پر ان سان انسان جا حواس ۽ جسماني حصا متاثر ٿين ٿا.

ٻين ملڪن وانگر سنڌ ۾ بہ جادوءَ جو تصور قديم دور کان موجود آهي. سنڌ جي لوڪ ادب ۾ جنن ڀوتن، جادوگرن، ڏائڻين، ديون ۽ ديوتائن جو ذڪر ۽ جادوءَ جي فن جا شعبدا وڏي شدمد سان بيان ڪيا ويا آهن. ان مان ظاهر آهي تہ جادوءَ جي فن جي ترقي ۽ عروج ۾ سرزمين سنڌ بہ پيش پيش رهي آهي. توڙي جو هن وقت انسان جي ذهني اوسر عروج تي پهچي چڪي آهي ۽ انسان هر شعبي ۾ وڏي ترقي حاصل ڪري چڪو آهي، تنهن هوندي بہ سنڌ سميت دنيا جي سيني خطن ۾ اڄ بہ جادوءَ جو تصور موجود آهي. اڪثر ماڻهو اڄڪلهہ محبت ۽ نفرت پيدا ڪرڻ، بدنظر يا دشمن جي حسد کان بچڻ، ڪنهن ماڻهوءَ کي قائل ڪرڻ، دل جي مراد پوري ڪرائڻ، جنن جو واسو ٽارڻ، بيماري دفع ڪرڻ ۽ چوري جي بابت معلومات هٿ ڪرڻ لاءِ مختلف عاملن ۽ پيرن کان ٽوٽڪا ڦيڻا ۽ جادو ڪرائيندا آهن. جادوءَ جي ذريعي ماڻهوءَ لاءِ جنن ڀوتن يا بدروحن جي مدد سان ڪا بيماري يا مصيبت پيدا ڪرڻ جا جتن ڪيا ويندا آهن، پر اهڙا ماڻهو اڪثر ڪمزور عقيدن جا مالڪ هوندا آهن.

جادو رڳو وهم ۽ ڪوڙ تي بہ ٻڌل نہ هوندو آهي. اها حقيقت آهي تہ ڪي ماڻهو دوکيبازيءَ سان اهو تاثر ڏيندا آهن تہ هو پنهنجين ڪرامتن سان جادو ڪري رهيا آهن، پر سندن عمل هٿ جي صفائي، چالاڪي ۽ شعبده بازيءَ تي ٻڌل هوندو آهي. بت پرستي ڪرڻ ۽ تعويذ ۽ ڌاڳا ڪرائڻ ظاهري طور جادوءَ کان بچاءَ جا ذريعا سمجهيا ويندا آهن.

جڏهن تہ عالمن جو چوڻ آهي تہ جادُو، شرڪ جو ٻهريون ڏاڪو آهي. قرآن پاڪ جي 'سورة الفلق' ۾ انسان کي انهن ماڻهن جي شر کان بچڻ لاءِ خدا جي پناهہ وٺڻ جي هدايت ڪيل آهي. هن سورة جي آيت نمبر ٽينءَ ۾ ڳنڍين ۾ ڦوڪ ڏيندڙ عورتن (جادو ڪندڙ) ۽ حاسد مردن کان بہ خدا جي پناهہ لاءِ فرمايو ويو آهي.

حضرت موسيٰ عليہ السلام جي دور ۾ جڏهن فرعون، مصر جا جادوگر گهرائي، ماڻهن کي گمراهہ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ خدا جي حڪم تي حضرت موسيٰ پنهنجي هٿ ۾ جهليل لٺ کي زمين تي اڇليو تہ لٺ مان واسينگ نانگ بڻجي پيو اهو خُدائي عمل هو تہ جيئن ماڻهو جادوگرن جي اثرن ۾ نہ اچن. هڪ حديث ۾ آهي تہ نبي سڳوري صہ پنهنجي صحابين کي فرمايو تہ ستن برباد ڪندڙ گناهن/ عملن کان بچو: (1) الله سان شرڪ ڪرڻ، (2) جادو، (3) ناحق قتل ڪرڻ، (4) وياج کائڻ، (5) يتيمن جو مال ڦٻائڻ، (6) جهاد ۾ بزدل ٿيڻ ۽ (7) پاڪ ۽ مسلمان عورتن تي ڪوڙا بهتان هڻن يا ڪين گاريون ڏيڻ.

**جادواڻي**: مري بلوچن جي 'غزيني' قبيلي مان هڪ پاڙي جو نالو.

**جادوَ بنسي**: جادو بنسي/ ونسي راجپوتن جي هڪ ڪل آهي، جيڪي چندر ونسي جي هڪ شاخ مان آهن، شري ڪرشن هن شاخ مان هو. هن ڪُل جا ماڻهو سنڌ ۾ به رهن ٿا.

**جادو پتافي**: تعلقي ميرپور ماٿيلي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**جادو جانو**: تعلقي سڪرنڊ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جادو جانو، چتو ڪوسو، سومار شاهه، غلام حسين هاريل، سانوڻ ڪولاچي ۽ انجمن (مولا بخش خاصخيلي).

**جادو جوڻو**: تعلقي سڪرنڊ (هاڻي دولتپور) ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**جادو فقير، شهيد**: جادو فقير ذات جو ٻپر هو. ڪن روايتن موجب قنبراڻي قبيلي جو فرد هو. ڊاڪٽر حامد علي خانائي قريشيءَ جي راءِ آهي ته: "جادو فقير ذات جو اوٺوال هو ۽ تاجي اوٺوال جو پاءُ هو". پهرين روايت وڌيڪ درست لڳي ٿي، جنهن موجب جادو ذات جو ٻپر هو، ڇو ته اڄ تائين ٽرڙي جادو شهيد ۾ ٻپر ذات جي گهڻائي آباد آهن، جيڪي جادي شهيد سان عقيدت رکندڙ آهن. هن فقير کي جنگي فن ۾ وڏي مهارت حاصل هئي. نيزي بازي ۽ تلوار جي استعمال جو وڏو ماهر هو. ڪن روايتن موجب جادو جڏهن ميدان جنگ ۾ ايندو هو ته ان وقت ميدان ۾ سندس تلوار جا چمڪاٽ ۽ دشمنن جا سر نظر ايندا هئا. چون ٿا ته هڪڙي جنگ ۾ اهڙي قسم جا ايڪٽيهه نعرا ٻڌا ويا. هو ميدان جنگ ۾ وڙهي مرڻ کي سعادت سمجهندو هو. هي بهادر شخص ڪلهوڙن جي جانباز ڪارڪن ميان نصير محمد جي فقيري سپاهه ۾ شامل هو. ميان نصير محمد جي وفات کان پوءِ جادو شهيد، ميان دين محمد سان وابسته رهيو ۽ پنهنجن محسنن جي خدمت ڪندو رهيو. جنهنڪري ميان دين محمد کيس پنهنجي صف اول جي سرواڻن ۽ فقيرن مان سمجهندو هو. جڏهن ملتان مان شهزادي معزالدين سنڌ تي حملو ڪري ميان دين محمد کي گرفتار ڪيو ۽ ميان يار محمد جي گرفتاريءَ لاءِ شاهي فوج اڳتي وڌي ته يار محمد بهادريءَ سان نئين گاج جي ڪور ڳوٺ وٽ هن جو مقابلو ڪيو. هن جنگ ۾ ميان يار محمد کي سوڀ نصيب ٿي ۽ مغل شڪست کائي واپس سيوهڻ موٽي آيا، پر هن جنگ ۾ جادي فقير آزاديءَ جي جنگ وڙهندي سر قربان ڪري ڇڏيو. سندس لاش کي اباڻي ڳوٺ ٽرڙي ۾ دفنايو ويو، جيڪو بعد ۾ ٽرڙي جادو شهيد جي نالي سان سڏجڻ ۾ آيو (**ڏسو: ٽرڙي جادو شهيد- جلد ٻيو**). اڄ به اتي سندس مزار مٿان هڪ عاليشان مقبرو اڏيل آهي، جتي سندس مداحن جا ميلا موجود رهندا آهن.

**جادوگر**: اهو ماڻهو، ساحِر يا ٻوپو، جيڪو ماڻهن تي جادوءَ جو عمل ڪري (**تفصيل لاءِ ڏسو: جادو**).

**جادو لغاري**: تعلقي ٽنڊي محمد خان ۾ هڪ ديهه ۽ تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو.

**جادو واهڻ**: تعلقي گنبٽ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جادو واهڻ، لوڙهو فقير صاحب، ڪميير، ميهر خاصخيلي، غلام علي مرڪنڊ، علي بخش هيسباڻي، حاجي نواب هيسباڻي ۽ فقيرآباد (**هٽار**).

**جادو ۽ سائنس** (ڪتاب): هي ڪتاب سر جيمس جارج فريزر جي انگريزي ڪتاب Golden Bough جي 14 جلدن جي اختصار جو سنڌي ترجمو آهي، ۽ سومار علي سومري ترجمو ڪيو آهي.




هيءُ ڪتاب علم الانسان جي گوناگون شاخن مان هڪ شاخ سان وابسته آهي. هن ۾ مختلف دؤرن ۾ انسان جي مختلف ڳالهين سان مهاڏو اٽڪائڻ ۽ انسان جي مختلف حالتن جو ذڪر آهي. هن ۾ جادو ۽ ٽوڻن ڦيڻن کان سائنس تائين جي ترقي ڏيکاريل آهي. هيءُ ڪتاب 1961ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ ٽن جلدن ۾ شايع ڪيو هو. 2007ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ، ٽيئي جلد گڏي شايع ڪيا آهن. رنگين ٽائيٽل، ڊيمي سائيز ۽ 568 صفحن جي هن ڪتاب جي قيمت -/300 روپيا رکي وئي آهي.

**جارج**_V (George V): جارج نالي سان هن کان اڳ ۾ چار ٻيا بادشاهه جارج I، جارج II، جارج III ۽ جارج IV ٿي گذريا آهن. جارج پنجون برطانيا ۽ اتر آئرلينڊ جو بادشاهه هو. پاڻ هندستان جو شهنشاهه به رهيو. هي 1865ع ۾ ڄائو. هن جو تعلق ونڊسر خاندان سان هو. هو جارج ايڊورڊ ستين جو ٻيو پٽ هو. 1877ع ۾ رائل نيوي ۾ ڀرتي ٿيو ۽ ايڊمرل (اميرالبحر) جي عهدي تي پهچي ويو. پنهنجي وڏي ڀاءُ البرٽ وڪٽر جي وفات بعد جارج-V، جانشينيءَ ۾ ٻئي نمبر تي اچي ويو. هن پنهنجي ڀاءُ جي مڱيندي شهزادي وڪٽوريا ميريءَ سان شادي ڪئي ۽ 1892ع ۾ يارڪ جو ڊيوڪ بڻيو. 1901ع ۾ جڏهن هن جو پيءُ ملڪه وڪٽوريا جي جاءِ تي بادشاهه ٿيو ته جارج پرنس آف ويلز بڻجي ويو ۽ 1910ع ۾ پيءُ جي موت کان پوءِ تخت نشين ٿيو. جارج ۽ ميريءَ کي ڇهه ٻار پيدا ٿيا. جارج پنجين جي دؤر جو اهم واقعو پهرين عالمي (1919-1914ع) جنگ هئي. جرمنيءَ خلاف انگلينڊ جي جنگي اعلان کان پوءِ بادشاهه سمورا جرمن خطاب واپس ڪري ڇڏيا ۽ شاهي گهراڻي جو نالو بدلائي 'هائوس آف ونڊسر' رکي ڇڏيو. هن 1936ع ۾ وفات ڪئي، سندس جاءِ ايڊورڊ اٺين ورتي.


جارج پنجون

**جارج**_VI (George VI): هي برطانيا ۽ اتر آئرلينڊ جو بادشاهه ۽ هندستان جو شهنشاه ۽ بادشاهه جارج پنجين جو پٽ هو ۽ 1895ع ۾ پيدا ٿيو. هن ڪيمبرج يونيورسٽي ۽ رائل نيول ڪاليج ۾ تعليم حاصل ڪئي. 1923ع ۾ هن ليڊي ايلزبٿ سان شادي ڪئي ۽ ٻن ڌيئرن جو پيءُ ٿيو. سندس هڪ ڌيءَ پوءِ ملڪه ايلزبيٿ- II بڻي. هي پنهنجي ڀاءُ جارج ايڊورڊ اٺين جي دست برداريءَ کان پوءِ تخت نشين ٿيو.


جارج ڇهون

1937ع ۾ پنهنجي تاجپوشيءَ کان پوءِ بادشاهه جارج فرانس، ڪينيڊا ۽ آمريڪا جا دورا ڪيا. ٻي عالمي جنگ (1943-1939ع) دوران به ڪيترن ئي محاذن تي ويو. 1947ع ۾ شاهي گهراڻي ڏکڻ آفريڪا ۾ ڪيترائي مهينا گذاريا. پنهنجي زندگيءَ جي آخري ٽن سالن ۾ بيماريءَ جي ڪري وڌيڪ سفر نه ڪري سگهيو. جارج ڇهين هندستان جي ورهاڱي کان پوءِ شهنشاهه هندستان جي لقب تان هٿ کڻي ڇڏيو. هن جي جاءِ ايلزبٿ ٻيءَ سنڀالي. **(وڌيڪ ڏسو: برطانيه: جلد پهريون)**

**جارج ابراهَم گريئرسن** (Sir, George Abraham Grierson): سر ڊاڪٽر جارج ابراهم گريئرسن، 7 جنوري 1851ع تي ڊبلن جي علائقي گلينگيئري، آئرلينڊ (Glenageary, County Dublin, Ireland) ۾ ناميياري ڊبلن ڪٽنب ۾ ڄائو. هن جو پيءُ ۽ ڏاڏو به جارج (George) سڏبا هئا، جيڪي ناميارا پبلشر ۽ پرنٽر هئا. هن جو والد ڊبلن ۾ سرڪاري پريس هلائيندو هو. گريئرسن سينٽ بيز اسڪول ڪمبرلئنڊ (St. Bees School, Cumberland) ۽ ٽرنيٽي ڪاليج ڊبلن (Trinity College Dublin) مان تعليم حاصل ڪئي. ڊبلن يونيورسٽيءَ ۾ هن سنسڪرت ۽ هندستاني ٻولين ۾ انعام به حاصل ڪيا. جارج گريئرسن 'ڊبلن يونيورسٽيءَ' جو فارغ التحصيل ۽ اتي جي مشهور عالم فاضل استاد پروفيسر ائٽڪنسن (Prof. Atkinson) جو لائق ۽ پيارو شاگرد هو. گريئرسن 1871ع ۾ انڊين سول سروس ۾ شامل ٿيو ۽ بنگال پرڳڻي ۾ 1873ع ۾ پهتو. هي هڪ ئي وقت پٽنا ۾ مئجسٽريٽ ۽ ڪليڪٽر ٿيو ۽ بعد ۾ بهار ۾ ايجنٽ (Opium Agent) مقرر ٿيو. گريئرسن کي 1888ع ۾ نئين جوڙيل 'لنگئسٽڪ سروي آف انڊيا' جو سپرنٽينڊنٽ مقرر ڪيو ويو ۽ ترت ئي انگلنڊ ۾ يورپين لائبررين ۽ عالمن سان رابطي ۾ اچڻ لاءِ روانو ٿيو. گريئرسن مختلف ٻولين جي محاورن، بهار جي پورهيت زندگيءَ، هندي ادب، ڀڳتي تحريڪ ۽ لسانيات بابت پنهنجو عالمانه ڪم ڇپائيندو رهيو. گڏوگڏ هن ادويت، ويدانت (جنهن کي هو پنڊت ڌرم سڏيندو هو) ۽ لوڪ ادب بابت به ڪم ڪيو. گريئرسن جو ابتدا ۾ خيال هو ته ڀڳتيءَ، عيسائيت کان اثر ورتو آهي، پر آخر ۾ هن تسليم ڪيو ته ڀڳتي، عيسائيت کان قديم آهي. گريئرسن جو پهريون سمورو ڪم لسانيات بابت هو پهريون پيرو هن جا مقالا، جائزا ۽ ڪتاب 1877ع ۾ پڌرا ٿيا.



NPG x78692. Sir George Abraham Grierson

هن 1898ع ۾ پاڻ کي بينگال رايل ايشياٽڪ سوسائٽيءَ (Bengal Royal Asiatic Society) سان منسلڪ ڪري، پورن ٽيهن ورهين (1928-1898) جي لاڳيتي محنت ۽ ڪوشش سان برصغير جي 364 ٻولين ۽ انهن جي شاخن (اپڀاشائن) جو پورن يارهن وڏن جلدن جي 19 ڀاڱن ۾ تفصيل سان بيان ڪيو ۽ انهن مان ڪيترا جلد ته ٻن ٻن ۽ ٽن ٽن ڀاڱن ۾ ورهايل آهن ۽ انهيءَ سموري مواد جو نالو 'لنگئسٽڪ سروي آف انڊيا' Linguistic Survey of India (هندستان جي زبانن جو جائزو) رکيو ويو.

ڊاڪٽر موصوف، پنهنجي هن لاثاني ۽ لافاني تصنيف ۾، هندستان جي آرين جي ٻولين کان وٺي ڀيلن، سنٿالن، دراوڙن، هماليه جي قبائلين، سرحد جي پارسي زده ٻولين ۽ خانه بدوش قبيلن جي زبانن جو به تفصيل سان جائزو ورتو آهي. هن انهن جي بيان وقت ڪيترين ڏيهي ٻولين جي آکاڻين جا انگريزي ترجمي سان مثال به پيش ڪيا آهن. گريئرسن جو هيءُ سمورو گڏ ڪيل ۽ لکيل مواد سال 1908ع کان سال 1927ع تائين ڪلڪتي مان ڇپجي ظاهر ٿيو. انهيءَ ضخيم ۽ شاندار تصنيف جي اٺين جلد جي پهرئين ڀاڱي ۾ اسان جي سنڌي ۽ لهندا (الهندي پنجاب جون ٻوليون سرائيڪي، ملتاني وغيره) ٻولين جو احوال ڏنو ويو آهي، هي جلد 1919ع ۾ ڇپيو. گريئرسن، هن ڀاڱي ۾ انگريزن جي اچڻ کان اڳ، سنڌ ۾ سنڌي زبان جي ويهارو ڪن رسم الخط جو ذڪر ڪيو آهي، جن ۾ رومن، ديوناگري، خدا آبادي، شڪارپوري، ساکرو، لهاڻڪو، ڀاٽيڪو، لاڙائي، ونگائي، راجائي، خواجڪو، ٺٽائي، حيدرآبادي، سيوهاڻي ۽ ڏاکڻو لهندا رسم الخط مکيه آهن. گريئرسن سنڌي زبان جي عمل دخل بابت سنڌ جي جاگرافيءَ جي حدن کي پاسيرو رکي، ان جي طبعي ۽ اثر رسوخ وارن حصن ۽ علائقن جو تفصيل سان بيان ڪيو آهي. هن ڀاڱي جي آخر ۾ سر گريئرسن سن 11-1910ع واري آدمشماريءَ موجب سنڌي ٻوليءَ جي انهن ڳالهائيندڙن جا انگ اکر به ڏنا آهن، جيڪي ان وقت سنڌ کان ٻاهر ۽ هندستان جي جدا جدا علائقن ۽ رياستن جهڙوڪ: سي. پي (Central Provinces)، برار، بهار، ممبئي، مدراس، ميسور، حيدرآباد دکن، اوڙيسا، يو. پي (United Provinces)، ممبئي پرڳڻي جي جدا جدا راڄواڙن، رياستن ۽ بنگال جهڙن دور دراز ڏيسن ۾ رهندڙ هئا. جارج ابراهم گريئرسن جي ڇپيل ٻين اهم ڪتابن جو تفصيل هن ريت آهي:

(1) Seven Grammers of the Dialects and Subdialects of the Bihari Language, 3
Volumes (1883-87),
(2) Bihar Peasant Life (1885)
(3) Pishaco Languages of North Western, India (1906)
(4) Ishkashmi, Zebaki and Yazghulami. An Account of Three Eranian Dialects (1920)
(5) Dictionary of Kashmiri Language (1916-1932)
(6) Linguistic Survey of India, II Volumes in 19 parts (2005)
(7) Modern Vernicular Literature of India.
(8) Translation of Jaisis Padmavati.

جارج گريئرسن جي ڪتاب 'Linguistic Survey of India' جي اٺين جلد جي پهرين ڀاڱي جو سنڌي ترجمو 'برصغير جي ٻولين جو لسانياتي جائزو' جي عنوان سان، ڊاڪٽر فهميده حسين ڪيو آهي ۽ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ پاران اُن جو پهريون ڇاپو 2000ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. جڏهن ته ٻيو ڇاپو ڇپائيءَ هيٺ آهي.

گريئرسن کي 1912ع ۾ 'نائيٽ' (Knight) جو خطاب ڏنو ويو. ڪيس 1928ع ۾ 'آرڊر آف ميرٽ' (OM) لاءِ نامزد ڪيو ويو. هن کي (King Commander of the Order of the Indian Empire) KCIE جو لقب به مليو.

هن 9 مارچ 1941ع ۾ ڪمبرلي، سري، انگلنڊ ۾ وفات ڪئي.

**جارج اسٽئڪ، ڪئپٽن** (George Stack): ڪئپٽن جارج اسٽئڪ، مشهور مستشرق ٿي گذريو آهي. هيءُ اوائل ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جو فوجي ملازم ٿي اندازاً 44-1843ع ڌاري بمبئي ۾ آيو ۽ هتي رهندي، هندي ۽ سنسڪرت زبانن ۾ مهارت حاصل ڪيائين. فوج ۾ رهندي ڪيس ڪئپٽن جو عهدو مليو. جنهن بعد 1845ع ۾ حيدرآباد سنڌ جو ڊپٽي ڪليڪٽر ٿي آيو ۽ سال ڏيڍ اندر هن سنڌي ٻوليءَ تي ايڏي دسترس حاصل ڪري ورتي، جو ان جو بنيادي گرامر ۽ ڊڪشنريون مرتب ڪيائين. جڏهن جولاءِ 1853ع ۾ سنڌي ٻوليءَ جي موجوده لپيءَ کي نئين سر ترتيب ڏني وئي ۽ درس تدريس جي حوالي سان ڌار ڌار موضوعن تي ڪتاب تيار ڪيا ويا ته انهن جي تياريءَ وقت جارج اسٽئڪ جي گرامر کي اوليت حاصل رهي. جارج اسٽئڪ جو سنڌي گرامر (A Grammar of Sindhi Language) ۽ انگريزي سنڌي ڊڪشنري (English Sindhi Dictionary) 1849ع ۾ ڇپجي پڌرا ٿيا. سنڌي ٻوليءَ جي محقق ڏيارام وسڻ مل لکيو آهي ته: ”جارج اسٽئڪ جو سنڌي ويا ڪرڻ ۽ انگريزي سنڌي ڊڪشنري 1849ع ۾ ڇپجي پڌرا ٿيا، پر سندس سنڌي انگريزي ڊڪشنري 1955ع ۾ سندس مرڻ کان پوءِ ڇپائي پڌري ڪئي وئي. اها محنت ۽ اورچائي هن سنڌي ٻوليءَ جي کوجنا ۽ بنيادي ڪتابن لکڻ ۾ ڏيکاري، تنهن سندس جيءَ جهوري وڌو. جنهنڪري هو صاحب سگهوئي گذاري ويو. ”اها تصديق سر ايلس برو به ڪئي آهي. هن لکيو آهي ته سندس (جارج اسٽئڪ جو) رهيل ڪم، سندس چوڻ مطابق مون پورو ڪيو. جنهن ۾ ڪي خاميون ممڪن آهن ته رهجي ويون هجن، پر مون کي يقين آهي ته ڪئپٽن اسٽئڪ جون تيار ڪيل ڊڪشنريون سول ۽ ملٽريءَ جي آفيسرن لاءِ سنڌي سکڻ ۾ آساني پيدا ڪنديون. مان يقين سان چوان ٿو ته مستقبل جا ليکڪ ڪئپٽن اسٽئڪ جا شڪر گذار رهندا. اميد ته سنڌ جو ماڻهو به ان ڀرئين سنڌي لغتدان جو احسانمند رهندو.“

جارج اسٽئڪ جا سنڌي ٻوليءَ ۽ ان جي لپي (Script) بابت ويچار هيٺئين ريت هئا:

(1) سنڌي ٻولي سنسڪرت سٽ جي آهي. ان ڪري ان لاءِ لپي به اهائي استعمال ڪرڻ گهرجي، جيڪا سنسڪرت سٽ جي ٻولين مان هجي.

(2) خداآباد لپي (ديوناگري) سنڌ جي خاص پنهنجي ۽ نرالي لپي آهي، جيڪا صدين کان استعمال ٿيندي پئي اچي. ان ڪري سنڌيءَ لاءِ اها لپي اختيار ڪرڻ گهرجي، جيڪا حيدرآباد ۽ ان جي آسپاس وارين ايراضين جا سنڌي واپاري ڪم آڻيندا هئا.

(3) سنڌي ٻوليءَ تي عربي، فارسي لپيون مڙهڻ نه کپن.

جارج اسٽئڪ کي سنڌي انگريزي لغت جي تياريءَ ۾ حيدرآباد سنڌ جي ٻن برهمڻن، سچانند ۽ جيٺانند وڏي مدد ڪئي هئي. جارج اسٽئڪ عيسائين جي هڪ مذهبي ڪتاب ’گوسپل آف سينٽ ميٿيو‘ جو به ترجمو ڪيو هو جيڪو ان وقت اسڪولن ۾ پڙهايو ويندو هو هن لساني ماهر ڊسمبر 1855ع ۾ وفات ڪئي. سندس ديوناگري- انگريزي- سنڌي لغت، تازو سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ پاران 2010ع ۾ ڇپائي وئي آهي.

**جارج اسٽيفنسن:** ريلوي انجڻ ٺاهيندڙ مشهور انجنيئر جارج اسٽيفنسن جو جنم 9 جون 1781ع تي انگلينڊ جي نارٿ امبرلئنڊ رياست جي وائلم (Wylam) شهر ۾ ٿيو. ننڍي هوندي کان ئي نيو ڪيسل (New castle) ۾ ٻاڦ تي هلندڙ انجڻ تي ڪم ڪرڻ لڳو جيڪا ڪاڻين مان ڪوئلي ڪڍڻ لاءِ استعمال ٿيندي هئي، 19 سالن جي عمر ۾ هن اُن انجڻ کي هلائڻ جي قابل بڻائي ورتو. تعليمي سلسلي کي اڳتي وڌائيندي هن رات جو هلندڙ هڪ اسڪول ۾ داخلا ورتي. ان کان پوءِ جلد هن شادي ڪئي ۽ ضرورتون وڌي وڃڻ سبب ڪاڻين ۾ ڪم ڪندڙ ملازمن جون جُتيون ٺاهڻ، واچون ٺاهڻ ۽ انهن جا ڪپڙا سبڻ شروع ڪيائين. ٿوري ئي عرصي ۾ سندس غير معمولي ذهانت کي ڏسندي کيس ڪلنگ ورٿ (Killingworth) ۾ ڪوئلي جي کاڻ ۾ چيف مڪينڪ مقرر ڪيو ويو. 1803ع ڌاري اسٽيفنسن کي رابرٽ نالي هڪ پٽ ڄائو جيڪو اڳتي هلي سندس ڪم ۾ وڏو مددگار ثابت ٿيو. 1813ع ڌاري اسٽيفنسن پر واري ڪوئلن جي ڪاڻين ۾ ڦيٿن تي هلندڙ ٻاڦ جي بائلرن (بٺين) جي جائزي وٺڻ لاءِ دورو ڪيو، جيڪي جان بلينڪن ساپ (John Blenkinsopp) ٺاهيا هئا. جائزي دوران کيس معلوم ٿيو ته ڪانچي وارن ڦيٿن هئڻ جي ڪري ريل حادثن جا امڪان وڌيڪ آهن. اسٽيفنسن جي ذهن ۾ آيو ته اُن مسئلي جي حل لاءِ ڪو قدم کڻجي.



هن ’ڪلنگ ورٿ‘ جي مالڪ لارڊ راونس ورٿ (Lord Ravens worth) سان صلاح مشوري ڪرڻ ڪانپوءِ بلوشر (Blucher) نالي هڪ انجڻ ٺاهي، جيڪا ڪوئلي جي 30 ٽن کڻندڙ اٺن ويگنن کي 4 ميل (6 ڪلوميٽر) في ڪلاڪ جي رفتار سان ڇڪي ٿي سگهي. اسٽيفنسن اُن انجڻ مان به مطمئن نه ٿيو هن انجڻ جي رفتار کي اڃا به وڌائڻ جي ڪوشش جاري رکي ۽ اسٽيم بلاسٽ نالي هڪ انجڻ ٺاهي، گهربل رفتار جو پورائو ڪيو. 1821ع ڌاري هن کي اسٽاڪٽن (Stockton) کان ڊارلنگٽن (Darlington) تائين هڪ ريل روڊ واري پراجيڪٽ جي تعمير جي خبر پئي. هن ڊارلنگٽن وچي پراجيڪٽ شروع ڪندڙ ائڊورڊ پيز (Edward Pease) کي انٽرويو ڏنو. جنهن ڪانئس متاثر ٿي کيس ٻاڦ تي هلندڙ ريلوي انجڻ ٺاهڻ جي اجازت ڏني. 27 سيپٽمبر 1825ع تي جڏهن ريل جي پٽڙي تيار ٿي. تڏهن اسٽيفنسن جي تيار ڪيل انجڻ ڊارلنگٽن کان 450 ماڻهو کڻي 15 ميل (24 ڪلوميٽر) في ڪلاڪ جي رفتار سان پٽڙيءَ تي رواني ٿي اسٽاڪٽن پهتي. 1829ع ڌاري لور پول (Liverpool) ۽ مانچيسٽر (Manchester) شهرن جي وچ ۾ 40 ميلن (64 ڪلوميٽرن) جي ريلوي لائين وڇائي وئي ۽ ان رستي تي هلڻ لاءِ ريل جي ڪيترين ئي انجڻن جو مقابلو ٿيو ان مقابلي ۾ اسٽيفنسن جي تيار ڪيل نئين انجڻ ’راڪيٽ‘، جيڪا هن پنهنجي پٽ رابرٽ سان گڏجي تيار ڪئي هئي، 36 ميل (58 ڪلوميٽر) في ڪلاڪ جي رفتار سان مقابلو کٽي ورتو ان ڪانپوءِ برطانيا، يورپ ۽ اُتر آمريڪا ۾ تيزيءَ سان ريلوي لائينون وڇايون ويون. رستن جي تعميراتي مسئلن، پُلين جي نمونن ۽ انجڻين جي ٺهڻ لاءِ اسٽيفنسن ۽ سندس پٽ ’رابرٽ‘ جون خدمتون حاصل ڪيون.

هن انگلينڊ ۾ انجڻ ٺاهڻ جو هڪ ڪارخانو به قائم ڪيو جيڪو هر سال بهترين 10 انجڻيون جوڙيندو رهيو. اهڙيءَ طرح انگلينڊ سان گڏ ٻين ملڪن ۾ به ريل گاڏين جو رواج پيو. انهن سمورن ملڪن ڏانهن اسٽيفنسن جي ڪارخاني ۾ ٺهندڙ انجڻيون موڪليون ويون. 1901ع تائين تقريباً 145 ريلوي انجڻيون انهيءَ ڪارخاني مان دنيا جي مختلف ملڪن جهڙوڪ: سريلنڪا، هندستان، آسٽريليا، ارجنٽائن ۽ ڏکڻ آفريڪا ڏانهن موڪليون ويون. جارج اسٽيفنسن، 12 آگسٽ 1848ع تي وفات ڪئي.

**جارج ايليٽ** (George Eliot): انگريزي زبان جي خاتون ناول نگار، جارج ايليٽ جو اصل نالو مئري ائني ايونس هو جنهن 22 نومبر 1819ع ۾ انگلينڊ ۾ جنم ورتو. هوءَ اعليٰ پائي جي ناول نگار ۽ ليکڪا هئي. ان وقت انگلنڊ جي معاشري ۾ ليکڪ عورتن کي مڃتا نه ملڻ جي ڪري هن پنهنجو نالو بدلائي لکيو. هن 7 ناول لکيا، جن مان هيٺيان قابل ذکر آهن:



(1) The Mill on the Floss، (2) Middle March، (3) Daniel Deronda ۽ (4) Adam Bede.

جارج ايليٽ جي تحريرن ۾ حقيقت پسندي ۽ نفسياتي گهرائي موجود آهي. مَئري ائني ايوَنس، رابرٽ ايونس جو ٽيون ٻار هئي. هوءَ تمام گهڻي ذهين هئي. هن جا ناول يوناني ادب تي مبني هئا. هن شروعاتي زندگيءَ ۾ تعليم مشهور عورتن جي اداري (Royal Holloway College, Survey) مان ورتي، جنهن کي هاڻي يونيورسٽيءَ جو درجو حاصل آهي.

ماءُ جي وفات کان پوءِ هوءَ گهر موٽي آئي، ڏيهي معاشري کي ويجهو رهڻ ڪري ڪيس نوان تجربا حاصل ٿيا، اتي هن جي دوستي 'Charles Bray' سان ٿي، جيڪو انسان دوست ماڻهو هو ۽ خيرجي ڪمن ۾ گهڻو اڳتي هو. هو نوان اسڪول قائم ڪندو، ٻيون عوامي ڀلائي جون خدمتون ڪندو رهندو هو. جارج ايليٽ مذهب کي شڪ جي نگاهه سان ڏسندي هئي، ان ڪري 'Charles Bray' جي گهري دوست ٿي.

**جارج برناردشا**: مشهور ڊرامه نگار، اديب ۽ سوشلزم جي پرچارڪ جارج برناردشا، 26 جولاءِ 1856ع ۾ آئرلينڊ جي شهر ڊبلن ۾ جنم ورتو.



جارج برناردشا، جارج ڪيرشا ۽ لوسنڊا ايلزبٿ جو اڪيلو پٽ هو. شروع ۾ جارج برناردشا جون لکڻيون ناڪام ويون. 1879ع ۾ هن پنهنجي زندگيءَ تي لکيل ڪتاب 'Immaturity' مڪمل ڪيو پر هن ڪتاب کي لنڊن جي ڪنهن به پبليشر ڇپائڻ جي حامي نه ڀري اڳتي هلي اهو ئي ڪتاب مشهور ليکڪ جي وڏي ڪتاب جي حيثيت ۾ 1930ع ۾ شايع ٿيو اهڙيءَ طرح هن جي اڳ ۾ لکيل چئن ناولن کي به قبول نه ڪيو ويو ڏهن سالن تائين هن ٻارن اخبارن کي موڪليل مضمونن جو به اهو ئي حال ٿيو جارج برنارڊ جي حياتيءَ جو لکيل هڪ ناول جيڪو تقريباً 1887ع يا 1888ع ۾ لکيو ويو هو، سندس مرڻ کان پوءِ 1958ع ۾ ڇاپيو ويو اهو ناول جارج برناردشا جي ادبي دؤر جو آخري ناول هو. جارج برناردشا سماجي سرگرمين ۾ به حصو ورتو پر هيءَ گهڻي ڀاڱي 1889ع ۾ ڇپجندڙ 'Fabrion Eassy in Socialism' جي ايڊيٽر جي حيثيت ۾ سامهون آيو جنهن ۾ هن جون پنهنجون به تحريرون به شامل هيون. اهو مجموعو برطانوي سوشلسٽ ادب ۾ ڪلاسڪ جي حيثيت رکي ٿو 1885ع ۾ ڊرامه نگار وليم آرچر (William Archer) جي نظر جارج برناردشا جي صحافتي ڪم تي پئي. هن جو هيءُ ڪم 1885ع کان 1888ع تائين 'Pallmall Gazette' ۾ ڇپجندڙ ڪتابن تي تبصري ۽ 1986- 1889ع کان 'The World' ۾ ڇپجندڙ فن تي تنقيدي مضمونن ۽ 1888ع کان 1894ع تائين 'The Star' ۽ 'The World' ۾ ڇپيل ڪالمن تي مشتمل هو موسيقي ۽ خاص ڪري اوپيرا (نظميه ڊرامي) بابت جارج برناردشا جي ڄاڻ ڪمال درجي جي هئي، پر جارج برناردشا جو مقدر ان وقت چمڪيو جڏهن فرينڪ هيرس 'Frank Harri' ڪيس ڊرامه نگار جي حيثيت ۾ 'Saturday Review' ۾ جڳهه ڏني. هن حيثيت ۾ جارج برناردشا پنهنجين سمورين صلاحيتن ۽ حاضرجوابيءَ سان ڪم ڪندي وڪٽورين اسٽيج جي تصورن کي تبديل ڪيو هيءُ اهو ئي زمانو هو جڏهن جارج برناردشا ڊراما نگاريءَ جي شروعات ڪئي.

جارج برناردشا 2 نومبر 1950ع ۾ هرٽ فورڊ شائر ۾ وفات ڪئي. آئرلينڊ جي هن ڊراما نگار، اديب ليکڪ ۽ سوشلزم جي پرچارڪ کي 1925ع ۾ نوبل انعام ڏنو ويو جارج برناردشا جا لکيل ڊراما هيٺ ڏجن ٿا:

1. 'Saint Joan': ڇهن منظرن تي مشتمل هيءُ ڊرامو 1923ع ۾ پيش ڪيو ويو ۽ 1924ع ۾ ڇاپيو ويو.
2. 'Heart Break House': هيءُ ڊرامو ٽن حصن ۾: هڪ 1919ع ۾ ۽ ٻيو 1920ع ۾ ڇپيو.
3. 'Pygmalion': جارج برناردشا جو پنجن حصن تي مشتمل هي ڊرامو 1913ع ۾ ويانا ۽ 1914ع ۾ انگلينڊ ۾ پيش ڪيو ويو.
4. 'Androcles and the Lion': هي ڊرامو ٻن حصن ۽ هڪ واقعي تي مشتمل آهي. 1913ع ۾ هيءُ ڊرامو برلن ۾ پيش ڪيو ويو ۽ ان کان پوءِ 1916 ۾ ڇاپيو ويو
5. 'The Doctor's Dilemma': چئن حصن ۾ پيش ڪيل هن ڊرامي ۾ هڪ ايپي لاگ به شامل آهي. هي ڊرامو پهريون دفعو لنڊن ۾ پيش ڪيو ويو ۽ پهريون ڀيرو 1911ع ۾ شايع ڪيو ويو.
6. 'Major Barbara': هيءُ ٽن حصن تي مشتمل سماجي طنز تي مشتمل ڊرامو 1905ع ۾ پيش ڪيو ويو ۽ 1907ع ۾ شايع ڪيو ويو.
7. 'Caesar and Cleopatra': جارج برناردشا چئن حصن وارو هيءُ ڊرامو 1898ع ۾ لکيو ۽ 1901ع ۾ شايع ٿيو ۽ پهريون دفعو 1906ع ۾ پيش ڪيو ويو هن ڊرامي کي جارج برناردشا جو بهترين ڊرامو سمجهيو وڃي ٿو.
8. 'Man and Superman': چئن حصن تي مشتمل هيءُ ڊرامو 1903ع ۾ شايع ٿيو ۽ پهريون دفعو 1905ع ۾ پيش ڪيو ويو هن ڊرامي ۾ ٽئين حصي جو ٻيو منظر شامل نه هو ٺهنڪري هيءُ ڊرامو مڪمل طرح 1915ع ۾ پيش ڪيو ويو

9. 'Candida': ٽن حصن وارو هيءُ ڊرامو 1897ع ۾ پيش ڪيو ويو ۽ ان کان هڪ سال بعد شايع ڪيو ويو.

10. 'Arms and the Man': رومانس تي مشتمل مزاحيه ڊرامو ٽن حصن ۾ جيڪوسپ کان پهريون 1894ع ۾ پيش ڪيو ويو ۽ 1898ع ۾ شايع ڪيو ويو.

11. 'Mrs. Warren's Profession': چئن حصن تي مشتمل هيءُ ڊرامو 1893ع ۾ لکيو ويو ۽ 1898ع ۾ ڇاپيو ويو پر حڪومت جي پابندي سبب هيءُ ڊرامو 1902ع کان پهرين پيش نه ٿي سگهيو.

ڊرامن کان سواءِ جارج برنارڊشا ڪيترن ئي ڪتابن جو مصنف به رهيو. سندس ڪتاب: 'Black Girl in Search of God' ڏاڍو مشهور ٿيو ان جي جواب ۾ علامه آءِ آءِ قاضي 'White Girl in Search of God' (يوري ڇوڪري حق جي ڳولا ۾) لکيو جنهن جو سنڌي ترجمو سنڌي ادبي بورڊ ڇاپيو آهي.

**جارج ٽائون** (George town): جارج ٽائون جو پراڻو نالو پينانگ آهي. هيءُ اترين اولاهين ملائيشيا جو شهر ۽ پينانگ رياست جو گادي وارو هنڌ آهي. هن جو ڪاٺيتو ملڪ جي اهم بندرگاهن ۾ ٿئي ٿو هيءُ ربڙ ۽ زرعي



جارج ٽائون جو هڪ منظر

سامان جو مرڪز آهي. 1786ع ۾ انگريز ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي نمائندن هن کي آباد ڪيو هندستان ۽ چين وچ ۾ جهازن جي اچ وڃ جي ڪري هن بندرگاهه تمام گهڻي ترقي ڪئي. 000، 10 ٻڌن جا پيگوڊا، سائنس يونيورسٽي ۽ هڪ آرٽ ميوزيم هتي موجود آهن.

**جارج شرٽ**: سنڌي ٻوليءَ جو گهڻگهرو ۽ لسانيات جو هيءُ ماهر اصل ۾ پادري هو هيءُ اوڻيهين صديءَ جي وچ ڌاري 'چرچ مشنري سوسائٽيءَ' پاران سنڌ ۾ آيو چرچ مشنري سوسائٽيءَ سنڌ ۾ پنهنجي شاخ کولي سنڌي ڪتابن جي ڇپائيءَ جو ڪم شروع ڪيو ۽ اسڪول پڻ کوليائين. ڪيس عيسائي مذهب جي واڌاري لاءِ ڏيهي ٻوليءَ ۾ ڪتاب گهربل هئا، تنهنڪري ڪراچيءَ ۾ پنهنجو ليٿو ڇاپخانو قائم ڪيائين. سنڌ جي مسلمانن، هندن ۽ سکن کي سکيا ڏيڻ لاءِ عربي، ديوناگري ۽ گرمکي لپين ۾ ڪتاب ڇاپي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ تقسيم ڪيائين. اهڙيءَ طرح سنڌي ٻوليءَ جي ڇپيل ڪتابن ۾ چڱو اضافو ٿيو سنڌ ۾ آيل پادرين ۾ ڪي محقق ۽ اديب هئا، جن پاران سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب لاءِ ڪيل خدمتن کي ڪڏهن به وساري نٿو سگهجي، انهن ۾ انڊريو برنس، جان بئمرج، ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ، جارج شرٽ ۽ جارج گريئرسن قابل ذڪر آهن. جارج شرٽ حيدرآباد ۾ مشن سوسائٽي سان وابسته هو هن سنڌي ٻوليءَ تي ٻه ڪتاب: (1) اکر ڏاتو (1866ع) ۽ (2) سنڌي- انگلش ڊڪشنري (1879ع) لکيا. ڊڪشنري لکڻ ۾ اڌارام ٿانور داس ميرچنداڻي ۽ صادق علي بيگ مرزا سندس مددگار هئا. اها ڊڪشنري سال 1879ع ۾ عربي- سنڌي لپيءَ ۾ ڇپجي پڌري ٿي. 1911ع تائين سنڌيءَ لاءِ اها هڪڙي ئي ڪارگر ڊڪشنري هئي. 'اکر ڏاتو' ۾ سنسڪرتي بنياد وارن سنڌي لفظن جو اشتقاق يا وٿپتي ڏاتو ڏنل آهن. جارج شرٽ سنڌيءَ ۾ عيسائي مذهب جي پرچار لاءِ هيٺيان ڪتاب ڇپرائي پڌرا ڪيا:

(1) سچو واپار (ديوناگري لپيءَ ۾) 1875ع، (2) سوال جواب 1877ع، (3) سچي ساهمي 1878ع، (4) دائود جو زبور 1879ع، (5) پرائي ٻولي 1879ع، (6) عادل امير 1880ع، (7) جوان سنڌين ڏي خط 1-1880ع، (8) خط بنام جوانانِ هند 1، 2، 3، 4، 5، 6، 7 (1881ع: هي ڌار ڌار ڪتابن جي صورت ۾ ڇپيا)، (9) خط بنام جوانان هند-II (1883ع)، (10) طرحدار پڳڙي 1881ع، (11) قيمتي روح، ٽيون ڇاپو 1882ع ديوناگري لپي، (12) قيمتي روح 1884ع، (13) تعليم جو منڊ 1885ع، (14) هڪڙي شيدي نينگر بابت 1885ع ۽ (15) تعليم نامو 1893ع.

جارج شرٽ سنڌي ٻوليءَ جي بنياد بابت سن 1878ع ۾ هڪ مضمون لکيو جنهن ۾ سنڌي زبان جي مستقل لغوي ذخيري ۽ ٻين نحوي خصوصيتن کان متاثر ٿي، هن سنڌيءَ ٻوليءَ جي سنسڪرت مان نڪرڻ واري نظريي کان ڦيرو ڪائي ان جي دراوڙي بنياد واري نظريي جي حمايت ڪئي، ان لاءِ هن ڇهه دليل ڏنا:

(1) سنڌي ۽ دراوڙي ٻولين جي لفظن جي آخري اکر تي اعراب وارو اصول ساڳيو آهي.

(2) سنڌيءَ جي مجهول فعلن جي سٽاءَ ۾ 'ڀ' جو اچار موجود آهي، جيڪو ساڳيو دراوڙي ٻولين وارو 'ڀ' آهي. مثلاً: ڏوڀجڻ، ڊاڀڻ.

(3) سنڌيءَ ۾ دراوڙي ٻولين وانگر به حرف صحيح گڏ نه ٿا اچن.

(4) سنڌيءَ ۾ 'ڪي' ۽ 'آن' وارا لفظ سنسڪرت بدران دراوڙي ٻولين مان نڪتل آهن.

(5) سنڌيءَ ۾ ڪي لفظ اهڙا آهن، جيڪي اصل ۾ دراوڙي آهن، جهڙوڪ: ڪراڙو، ڪوڙو، ڪڏڻ، ڪٽڻ وغيره.

(6) ڪي لفظ نه ڪي سنسڪرت ۾ ۽ نه ڪي ايراني يا سامي زبانن ۾ آهن پر سنڌي ۽ بروهڪيءَ ۾ هڪجهڙا آهن، جهڙوڪ: منجهند، ٻني، ٽونٽ، ٿوم، ڳوٿري، اوجهري وغيره.

سنڌي ٻوليءَ بابت سندس مضمون 'The Traces of Dravidian Elements in Sindh' ڊسمبر 1978ع واري 'Indian Antiquary' پرچي ۾ ڇپيو سندس دليلن کي اڳتي هلي ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ رد ڪيو آهي. جارج شرٽ 1886ع ڌاري ڪوئيٽا ۾ وفات ڪئي.



جارج واشنگٽن

**جارج واشنگٽن**: آمريڪا جو پهريون صدر جارج واشنگٽن هڪ وڏي زميندار جو پٽ هو. 22 فيبروري 1732ع تي آمريڪا جي شهر ويڪلفيڊ ۾ پيدا ٿيو 1753ع کان 1758ع تائين فوج ۾ رهيو 1758ع ۾ فوجي نوڪريءَ تان استعيفا ڏيئي ترت پوءِ شادي ڪيائين. 1775ع ۾ ڪانگريس جي گڏجاڻيءَ ۾ هن کي سپهه سالار منتخب ڪيو ويو ۽ پنهنجي

وقار، دولت، تجربي، مضبوط ارادي ۽ انتظامي صلاحيتن جي ڪري پنهنجي عهدي سان ڀرپور انصاف ڪيائين. هن اصل ڪارناما 1775ع کان 1797ع جي وچ واري عرصي ۾ سرانجام ڏنا. سندس شخصيت آمريڪا ۾ ٽن حيثيتن جي ڪري نمايان ٿي. هڪ ته هو آمريڪا جي جنگ آزاديءَ ۾ هڪ ڪامياب فوجي رهنما ثابت ٿيو پر اها ڳالهه به وزن رکي ٿي ته ان جنگ ۾ ڪيترائي آمريڪي فوجي سپهه سالار ناڪام ٿي ويا هئا، جڏهن ته واشنگٽن ڪجهه شڪست کائڻ جي باوجود جنگ کي پنهنجي حق ۾ موڙي ورتو. واشنگٽن آمريڪا جي آئين ٺهرائڻ ۾ پڻ تمام اهم ڪردار ادا ڪيو. اها آمريڪا جي خوش قسمتي هئي، جو سندن ڀاڳ ۾ هن جهڙو اعليٰ قابليتن وارو انسان آيو. واشنگٽن پنهنجي پختي ارادي سان پنهنجيءَ قوم جو تمام ڏکئي وقت ۾ ڳاٽ اوچو ڪري ڏيکاريو. هن کي ڪو به آمراڻو جنون ڪو نه هو. واشنگٽن جنگ ۽ امن جي حالت ۾ پنهنجي اعليٰ اڳواڻيءَ واري صلاحيتن سان سياسي تحريڪ کي ڪامياب ڪيو.

جارج واشنگٽن 14 ڊسمبر 1799ع تي وفات ڪئي.

**جارجيا** (Georgia): هن ملڪ جو سرڪاري نالو 'جمهوريه جارجيا' آهي. هيءُ ملڪ اوڀر يورپ ۽ ڏکڻ ايشيا جي وچ تي آهي، جيڪو اڳ ۾ روس جي رياست هو. سوويت يونين جي ٽُٽڻ بعد، هن ملڪ پنهنجي الڳ حيثيت




قائم ڪئي. هن ملڪ جو نالو بادشاهه جارج جي نسبت سان 'جارجيا' رکيو ويو آهي. پٿرجي قديم ثقافتي دور ۾ جارجيا ۾ انساني آبادي ٿي، جيڪي ڏڻ چارڻيندا هئا ۽ پوک ڪندا هئا. 9 صدي ق. م ۾ جارجيا يونان جي ڪالوني ٿيو جنهن کان پوءِ اڳتي هلي هڪ سلطنت جي شڪل اختيار ڪيائين. 65 صدي ق. م ۾ رومن ايمپائر جو حصو ٿيو 337ع ۾ عيسائي رياست ٿي ويو جارجيا جي اتر ۾ روس، اوڀر ۾ آذربائيجان، ڏکڻ ۾ آرمينيا ۽ ترڪي، اولهه ۾ ڪارو سمنڊ (Black Sea) آهن. جارجيا جي ڪل پکيڙ 69700 چورس ڪلوميٽر (26900 چورس ميل) ۽ آبادي 55 لک جي لڳ ڀڳ آهي. جارجيا جي گاديءَ جو هنڌ تبليسي (Tiblisi) آهي، جنهن جي آبادي 13 لک آهي. جارجيا جو سڀ کان مٿاهون هنڌ مائونٽ شڪارا آهي، جنهن جي اوچائي 5068 ميٽر آهي. هتان جو سرڪاري ٻولي جارجين آهي، جڏهن ته روسي، آرميني ۽ آذري ٻوليون پڻ ڳالهايون وڃن ٿيون. جارجيا جي هر علائقي جي آبهوا مختلف آهي. هتي اڪثر علائقن ۾ موسم خوشگوار رهي ٿي. ماڻهو ڳاڙهي ۽ اڇي چمڙيءَ وارا آهن. جارجيا ڪاڪيشئن جبلن جي وچ ۾ آهي. هن ۾ ٻه خودمختيار جمهوري رياستون ابخازيا ۽ اجاريا ۽ هڪ خودمختيار علائقو ڏکڻ اوستيا به شامل آهي. ملڪ جو وڏيڪ علائقو جابلو آهي. جنهن ۾ ٽيون حصو ٻيلن جي ڪاٺ سان ڀريل آهي. ڪاڪيشيا جي عظيم جبلن جارجيا جي اترئين حصي کي گهيري رکيو آهي. جڏهن ته ننڍا ڪاڪيشئن جبل ڏاکڻئين حصي ۾ آهن. انهن جبلن جي بلندي 3000 ميٽرن تائين آهي. ڪورا (Kura) ۽ ريوني (Rioni) به وڏا درياهه آهن. جيڪي هڪ ٻئي جي مخالف رخ ۾ وهن ٿا. اتر اوڀر ۾ ڪاڪيشئن جبل هن کي روس کان ڌار ڪن ٿا. تبليسي ڪورا درياهه جي ڪناري تي آهي. هن ملڪ جي مکيه زرعي پيداوار چانهه، ڪٽا ميوا، ڪڻڪ، تماڪ، ٻاجهيون، انگور، گدرا ۽ پٽاٽا آهن. جڏهن ته مکيه صنعتن ۾ موٽر انڊسٽري، فولاد، اسٽيل، سيمينٽ، گاڏيون، ٽيڪسٽائيل، پن بجلي، فوڊ پيڪنگ، شراب، تماڪ ۽ چانهه جون شيون شامل آهن. 1510ع ۾ ترڪن قبضو ڪري جارجيا کي سوگهو ڪيو جن کان 1752ع ۾ شاهه سولومن ڀهرين ڪسي ورتو. ان کان پوءِ روس قابض ٿيو 50 سالن تائين جارجيا مڪمل طور تي ڪميونسٽ اثر هيٺ ۽ سوويت يونين جي قبضي ۾ رهيو. 13 جنوري 1990ع تي آزاديءَ لاءِ تحريڪ زور ورتو ته آزاديءَ لاءِ ريفرينڊم ٿيو جنهن ۾ 99 سيڪڙو ووٽرن USSR کان آزاديءَ لاءِ ووٽ ڏنو جارجيا هڪ آزاد خودمختيار جمهوري ملڪ آهي. هتي صدارتي طرز جي حڪومت آهي. هن ملڪ يارهين ۽ ٻارهين صديءَ ۾ بادشاهه ڊيوڊ ۽ راڻي تمر جي اڳواڻيءَ ۾ سياسي ۽ اقتصادي حوالي سان وڏي ترقي ڪئي. جنهن کان پوءِ 19هين صديءَ ۾ هيءُ ملڪ روس کان الڳ ٿيو. هن ملڪ جي آزاديءَ جو ڏهاڙو 9 اپريل 1991ع آهي ۽ گڏيل قومن جي اداري (UNO) جي ميمبرشپ 31 جولاءِ 1992ع کان مليل اٿس. جارجيا هن وقت NATO ۽ يورپي يونين جو ميمبر به آهي. ان کان سواءِ هيءُ ملڪ ورلڊ ٽريڊ آرگنائيزيشن ۽ يورپ ۾ قائم ڪيل سيڪيورٽي تنظيمن جو پڻ ميمبر آهي. سنڌ جي مشهور ليکڪ مرزا قليچ بيگ جا وڏا اصل ۾ جارجيا جا هئا. اهو ئي سبب آهي، جو مرزا صاحب جي خاندان کي 'گرجي مرزا' چيو ويندو آهي ۽ جڏهن ايران ۽ روس جي وچ ۾ جنگ لڳي ته ان جنگ ۾ مرزا خسرو جو پيءُ مارجي ويو ۽ مرزا خسرو ايراني سپهه سالار حاجي محمد ابراهيم وٽ اچي پهتو. بهرحال فتح علي شاهه پنهنجي وزير ملا محمد اسماعيل هٿان مرزا خسرو (مرزا قليچ بيگ جو نانو) ۽ مرزا سدني (مرزا قليچ بيگ جو پيءُ) مير ڪرم علي خان ٽالپر لاءِ موڪليا، هنن مان مرزا خسرو بيگ کي مير ڪرم علي خان ٽالپر پنهنجو پٽ ڪري رکيو مرزا قليچ بيگ پنهنجي خاندان بابت هڪ تاريخي ڪتاب 'گرجي نامه' لکيو هو جيڪو مرزا قليچ بيگ جي اولاد مان ڊاڪٽر فائزه زهرا مرزا 'مرڪز تحقيقات فارسي ايران پاڪستان'، اسلام آباد مان 2001ع ۾ شايع ڪرايو آهي.

**جارڪيارو جاگير**: تعلقي دولت پور جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ ڪٽڻ ڏاهري جي نالي سان آباد آهي.

**جارڪيارو رائيتي**: تعلقي دولتپور جي هڪ ديهه، جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

منو خان اوٺو، مير محمد ٿيپوٽو، حاجي حسن اوٺو ۽ حاجي مير حسن اوٺو.

**جاري**: تعلقي دولتپور ضلعي بينظيرآباد (نوابشاهه) جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

شيرپور، علي محمد ميراڻي، حاجي نور محمد ڏاهري ۽ جت ڳوٺ.

**جاري**[2]: تعلقي نوشهري فيروز جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڪندو مري، منگين جو ڳوٺ ( رمضان منگي)، شير محمد وگڻ، غلام علي خاصخيلي، گهرام شر، ولي محمد ابڙو، چوڏري جلال الدين، عبدالقدير شر، نصير خان ڪوسو، سومار خان خاصخيلي ۽ محمد علي جويو.

**جاريہ بن قدام** رضہ: حضرت جاريہ بن قدام رضہ حضرت علي عليہ السّلام جي اصحابن مان هڪ هو، حضور صلي الله عليہ وسلم جن جي آخري خطبي خم غدير ۾ چيل لفظ "مَن کُنت مولاہ فهٰذا علي مولا" سندس دل تي لڪجي ويا، جنهن ڪان پوءِ هي حضور صلي الله عليہ وسلم ۽ حضرت علي عليہ السلام جو وڏو معتقد ۽ عاشق ٿي پيو. حضور صلعم جن جي رحلت ڪان پوءِ هي حضرت آل محمد عليهم السلام سان گڏ هو ۽ حضرت علي ابن ابي طالب عليہ السلام جي اصحابين مان هو. هميشہ حق جي تلقين ڪندو هو ۽ ظلم جو مخالف هوندو هو. ان سان گڏوگڏ آل محمد جي حق غصب ڪرڻ وارن سان سخت نفرت ڪندو هو. جنگ جمل ۽ جنگ صفين ۾ حضرت علي ابن ابي طالب عليہ السلام جي طرفان وڙهيو. حضرت جاريہ رضہ خارجين سان وڙهڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو. حضرت عباس ابن عبدالله جنهن لشڪر کي خارجين سان وڙهڻ لاءِ موڪليو ان جو سپهه سالار حضرت جاريہ هو. حضرت جاريہ آخري لڙائي حضرت علي عليہ السلام جي دوُر ۾ بسر بن ارطاۃ جي خلاف 40هه/ 660ع ۾ وڙهيو. حضرت علي عليہ السلام جي شهادت ڪان پوءِ حضرت امام حسين عليہ السلام جي لاءِ ماڻهن ڪان پوءِ بيعت وٺڻ لڳو پر پوءِ ملوڪيت شروع ٿي چڪي هئي ۽ دين اسلام کي بچائڻ واسطي امام حسن عليہ السلام مديني منوره ۾ وڃي رهائش اختيار ڪئي. جاريہ بن قدام بصري ۾ 46هه/ 666ع ۾ رحلت ڪئي ۽ سندن آخري آرام گاهه پڻ بصري ۾ آهي.

**جاڙا**: سنڌ ۽ ڪڇ جي سمن مان رائڌڻ کي 9 پٽ هئا، جن مان پلي نالي پٽ کي ٻہ پٽ هئا، وڏي پٽ جو نالو ساند هو جنهن کي وري ست پٽ هئا، انهن مان هڪڙي پٽ جو نالو 'جاڙو' هو. جنهن جي اولاد مان ڪن پاڻ کي ذات جا 'جاڙا' سڏايو. هن وقت هي سما ۽ ملاح آهن. سنڌ ۾ ٿر ۽ ٺٽي ۾ ڪاري واري حصي ۾ رهن ٿا.



**جاڙا چنڊ** (ڪتاب): هي شعري مجموعو نامور شاعر الطاف عباسيءَ جو آهي، جنهن کي نامور دانشور محمد ابراهيم جويي سنڌي اديبن جي ڪوآپريٽو سوسائٽيءَ پاران اپريل 1979ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. 256 صفحن تي مشتمل هن ڊيمي سائيز ڪتاب جي قيمت 20 روپيا آهي، ڪتاب ۾ ناشر پاران ٻہ اکر محمد ابراهيم جويي جا ۽ مهاڳ نامور شاعر امداد حسينيءَ جو لکيل آهي. ڪتاب ۾ مختلف صنفن تي ٽيل شاعري هنن عنوانن سان ڏني وئي آهي: 'صحرا ۾ سارنگ' (وايون)، 'موجن منجهہ ڪنول' (غزل)، 'املهہ ماڻڪ' (نظم)، 'آءُ اڪيلو هيڪل آءُ' (گيت) ۽ 'ڪستي ۾ ڪٽا' (مختلف صنفون) الطاف عباسيءَ جي هن ڪتاب ۾ جديد شاعريءَ سان گڏ قومي خيال بہ موجود آهن.

**جاڙڪ خان**: جاڙڪ خان قلات رياست جي خان جو ڀاءُ هو جاڙڪ خان سنڌ جي ڪلهوڙن سان وڙهندي مارجي ويو ۽ ڪلهوڙن ان جي عيوض، خون بها طور ڪراچي خان آف قلات جي حوالي ڪئي. تنهن ڪان پوءِ قلات جي فوج جو هڪ دستو اتي رهندو هو.

**جاڙو**: مرد جو نالو جنهن جو مؤنث 'جاڙي' آهي. اصل ۾ جاڙو يا جاڙي انهن ٻن ٻارن کي چيو ويندو آهي، جيڪي هڪ ئي وقت تي گڏ ڄاوا هجن. اهي ٻہ ٻار ٻہ پٽ، ٻہ ڌيئرون يا هڪ پٽ ۽ هڪ ڌيءَ بہ ٿي سگهن ٿا.

عام طرح جاڙا ٻار سياڻا ليکيا ويندا آهن. انهيءَ ڪري اهڙن ٻارن جو نالوئي 'جاڙو' يا 'جاڙي' رکيو ويندو آهي. اهڙن نالن سان گهڻا ماڻهو سنڌ ۾ موجود آهن، ڪي شخص ناميارا بہ ٿيا. جن پنهنجا ڳوٺ ٻڌا ۽ ديهون بہ سندن نالي سان مشهور ٿيون. هيٺ انهن مان ڪي نالا ڏجن ٿا:

1- جاڙا واٽر: تعلقي هالا، ضلعي مٽياريءَ ۾ گڏوگڏ لاڳيتا وهندڙ ٻہ واٽر ڪورس.

2- جاڙا واهہ: ضلعي ٺٽي جي تعلقي ميرپور بٺوري ۾ هڪ ديهہ جو نالو آهي.

جاڙا نالي سان سنڌ ۾ هڪ ذات بہ رهندڙ آهي.

**جاڙي**: ضلعي ۽ تعلقي نوشهري فيروز ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ٺنڊو مري، جاڙي غلام جي منگيتين جو ڳوٺ، شير محمد وگڻ، غلام علي خاصخيلي، گهرام شر، ولي محمد ابڙو، چوڏري جلال الدين، عبدالقدير شر، نصير خان ڪوسو، سومار خاصخيلي ۽ محمد علي جويو.

**جاڙيپوٽا**: جاڙي جي پٽ جا پٽ، هن ذات وارا سنڌ جا سما ۽ ملاح آهن.

**جاڙيجا**: معنيٰ جاڙي جو اولاد، سنڌ، گجرات، ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ جي سمن مان. ڇهين پيڙهيءَ ۾ 'اُڏو'، اٺين پيڙهيءَ ۾ 'لاکيار' ۽ 1250ع ڌاري 'لاکو گرڙا' ٿي گذريا آهن. لاکي گرڙي کي اٺ پٽ هئا، جن مان هڪڙي پٽ جو نالو 'انڙ' هو جنهن کي پنهنجي ٻن ڀائرن موڙ ۽ منهائي گڏجي قتل ڪيو هو ان انڙ جي پٽ جو نالو 'تماچي' هو تماچيءَ جي پٽ جو نالو ساند ۽ ساند جي پٽ جو نالو 'جاڙو' هو ان جاڙي جي اولاد کي 'جاڙيجا' چون ٿا. انهن جا ڪيئي پاڙا ۽ نُکون آهن، جيئن: صاحب، ڪنگهار، هوٺي، ابڙا، آمر، پرمسي، موڪلسي وغيره آهن. انهن مان انجار گڍ جو جيسل جاڙيجو مشهور ڌاڙيل هو جيڪو پوءِ ڌاڙا ڇڏي بندگي ڪري وڏو سنت، اولياءُ ٿي گذريو آهي، جنهن تي انجار شهر ۾ ميلو لڳندو آهي. جام ڪنگهار جاڙيجا خاندان جو اڳواڻ هو هي جاڙيجا خالص سما آهن. باقي ٻين نسلن مان جاڙيجا سنڌ جا سما ۽ ملاح آهن.

جاڙيجا اصل ڪڇ مان آيل آهن، جيڪي هن وقت ٿر جي ڳوٺن- سونلهہ، مالٺهور ڪاوڙيہ وغيره ۾ رهن ٿا. جاڙيجا گهراڻي ۾ ڪيترائي حڪمران پيدا ٿيا ۽ انهن وچ ۾ ڪيترين ننڍين وڏين جنگين بہ ٿيون. هيٺ ڪجهہ اهم حڪمرانن جو دوُر حڪومت پيش ڪجي ٿو:

| ڪڇ (Kutch) | دوُر حڪومت |
|---|---|
| پراگمل جي I | 1715-1698 |

| | |
|---|---|
| گوڙا جي I | 1719-1715 |
| ڏيسر جي I | 1752-1719 |
| لکپت جي | 1761-1752 |
| گوڙا جي II | 1778-1761 |
| رائڌڻ III (پهريون ڀيرو) | 1786-1778 |
| پرٿوي راج سنگهه | 1801-1786 |
| رائڌڻ III (ٻيو ڀيرو) | 1813-1801 |
| حسين مياڻ | 1814-1813 |
| پارمل جي II | 1819-1814 |
| ڏيسر جي II | 1860-1819 |
| پراگمل جي II | 1875-1860 |
| کنگهار جي III | 1942-1875 |
| وجئہ جي | 1948-1942 |
| ميگهراج جي | 1948 |

شاهه سائين جي رسالي جي سر ڏهر ۾ جاڙيجن جو ذڪر ٿيل آهي:

جاڳو جاڙيجا! سما سک مَ سمهه
پسو آن پاريا، لاکو ٿو لوڙيون ڪري.

**جاڙي جبل واري جنگ:** ڪڇ جي راڻي راءِ لاکي ۽ سنڌ جي حاڪم ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جي وچ ۾ هڪ جنگ جاڙي جبل تي لڳي هئي، جيڪا جاڙي جي جنگ جي نالي سان مشهور ٿي وئي. جاڙي جي جنگ ۾ ميان غلام شاهه ستر هزار سنڌي فوج سان راءِ لاکي جي مقابلي لاءِ ڪڇ ويو جنهن تي راءِ لاکي رستي جي سيني ڪوهن ۾ پٿر وجهرائي کوهه بند ڪرائي ڇڏيا پر ان هوندي به ميان غلام شاهه همت نه هاري ۽ جنگ لاءِ فوج سميت اڳتي وڌيو راءِ لاکي جي فوج ڪڇ ۾ جاڙي جبل تي موجود هئي، اتفاق سان راءِ لاکي جي فوج وٽ جيڪي توبون هيون تن مان هڪ وڏي توب ڦاٽي پئي، جنهن سبب جبل تي موجود سندس ڪيترا سپاهي مري ويا ۽ باقي بچيل فوج ۾ ڀاڄ پئجي وئي. اهو موقعو غنيمت ڄاڻي غلام شاهه ڪلهوڙي جي فوج جي بهادر سپاهين جاڙي جبل تي چڙهي مٿس حملو ڪري ڏنو جاڙي جي جنگ ۾ ڪڇ جا وزير سردار ۽ رئيس وڙهندي مارجي ويا، هن جنگ ۾ مير بهرام خان ٽالپر وڏي جانفشانيءَ سان وڙهيو جاڙي جبل تي فتح حاصل ڪرڻ کان پوءِ ميان غلام شاهه جيئن ئي اڳتي وڌيو ته راءِ لاکي ڪيس صلح جو پيغام موڪليو ۽ پنهنجي ڀيڻ ميان غلام شاهه کي نڪاح ۾ ڏيڻ جي رضامندي ڏيکاريائين، جنهن کان پوءِ ميان غلام شاهه ڪلهوڙو 2 رجب 1176هه/ 17 جنوري 1763ع تي واپس موٽي آيو جاڙو جبل ڪڇ جي علائقي ۾ اڄ به موجود آهي.

**جاڙيجو، جمعو درويش:** برگزيده درويش جمعو جاڙيجو مخدوم نوح جي خليفن مان هو هو سيد علي متعلوي جي معرفت مخدوم نوح جي خدمت ۾ پهتو. ان کان پهرين جمعو درويش تصوف جا ڪجهه سلوڪ به طئي ڪري چڪو هو هن کي دنياوي مال ۽ دولت سان ڪا به رغبت نه هئي. جمعي درويش جون ڪرامتون 'دليل الذاڪرين' ۾ به موجود آهن. هو يارهين صدي هجريءَ جي عارفن مان هڪ هو

**جاڙي جي ڪلات:** هي دڙو تعلقي جوهي، ضلعي دادو ۾، اتر ويڪرائي ڦاڪ "15 '39 $26^0$ ۽ ڏکڻ ڊگهائي ڦاڪ "15 '39 $67^0$ ڊگرين تي، نئن گاج جي پيٽ کان ڏهه ميٽر کن مٿانهين پوٺي تي پٿر جي پيڙهين جي رهڻن تي مشتمل آهي. هتان ملندڙ ٺڪرانو آمري ثقافت ۽ هڙپائي دور جي ٺڪرائي سان ملندڙ آهي. هي سنڌو تهذيب جو اهم ماڳ مشهور قديم آثارن جي ماهراين جي. مجمدار ڳولي لڌو هو ۽ ان ئي پنهنجي ڪتاب 'ايڪسپلوريشن اِن سنڌ' ۾ انهي ماڳ جو ذڪر ڪيو آهي.

**جاڙي فقير ٽڳڙ جو قبو:** ڪلهوڙن جي دؤر جو هيءُ مقبرو 'ميان جو قبرستان' جي نالي سان ديهه فريدآباد، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ واقع آهي. هيءُ مقبرو هن وقت زبون حال ۾ آهي، پر تنهن هوندي به ڪنهن زماني ۾ لڳايل ڪاشيءَ جي سرن جو سينگار اندران توڙي ٻاهران چٽسالي جي صورت ۾ نظر اچي ٿو جنهن جا ڪجهه نمونا اڃا تائين ڪجهه سلامت آهن. روضو ننڍو آهي. روضي جي مهاڙي ڏکڻ ۾ آهي. لنگهه وٽ وڏا ڪڻ (Recesses) ۽ راس ونگون (Cusp Arches) ٺهيل آهن، لنگهه وٽ ساڄي ڪابي توڙي چوٽيءَ وٽ پانيل ٺهيل آهن. چار عدد پانيل، جن تي راس ونگون ٺهيل آهن، اهي روضي جي اڌ کان مٿي واري حصي تي ڏسي سگهجن ٿيون. انهن پانيلن جي مٿان، سوڙها ننڍا عمودي ڪٽو نگا راس، ڪانس (cornice) جي هيٺان ٺهيل آهن. حجري جي هر ڪنڊ تي هڪ برجي ٺهيل آهي. اڪندو گُنج، ڇت جي مٿان گنبذ لاءِ ٺهيل آهي. ڪنگرن وارو ٻيڙ بنو ڇت جي چوڌاري ڦريل آهي.



جاڙي فقير جو قبو

روضي جي وچ تي جاڙي فقير ٽڳڙ جي قبر آهي. اندران چورس ڪمري کي ڪنڊ - جوڙون (Squinches) ڏئي، اڪندو ڪري، مٿس گُنج (Drum) ٺاهي، ان مٿان گول گنبذ ٺاهي، ان جي چوٽيءَ وٽ ابتو ڪنول گل جو نمونو ۽ ان جي مٿان ڪلسو ڏنو ويو آهي. هيءُ مقبرو ميان الياس محمد ڪلهوڙي جي مقبري کان هڪ فرلانگ پنڌ تي ساڳئي قبرستان ۾ موجود آهي. جاڙو فقير ٽڳڙ ميانوال تحريڪ جو خاص ماڻهو چيو وڃي ٿو

**جاڙيون:** تعلقي ٺل جي هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

محمد حسن بنگلاڻي، مبارڪ پهوڙ ۽ حاجي الهرکيو پهوڙ.

**جاسُلَ:** عورتن جو نالو هڪ عورت جنهن کي همير سومري ڪنيو هو ۽ ان ريت جاسل سومرن جي دؤر جو نيم تاريخي ڪردار به آهي.

**جاسوس**: ڳجهه ڳوهه ۾ خبرون رسائيندڙ ڪردار. جنهن کي ’خفيه خبررسان‘ به چئبو آهي. هن ڪردار کي معاشري ۾ سٺي نظر سان نه ڏٺو ويندو آهي. هر دؤر ۾ حڪمران جاسوسن ذريعي دشمنن ۽ مخالفن جي ارادن ۽ ڇُرپر کان واقف ٿيندا آيا آهن. موجوده دؤر ۾ به ڪيترا ادارا انهيءَ ڪم ۾ مصروف آهن. جنگ جي زماني ۾ جاسوسي تنظيمن جي ذميواري وڌي ويندي آهي. اهڙو انسان جيڪو ڳجهو مواد هٿ ڪرڻ خاطر دشمن ملڪ ۾ پنهنجي ملڪ جي لاءِ ڪم ڪري، ان کي جاسوس چيو ويندو آهي. جاسوس ٽن نمونن جا هوندا آهن. هڪڙا اهي جيڪي پنهنجي ملڪ جي مفاد خاطر ٻئي ملڪ ۾ جاسوسي ڪندا آهن، ٻيا اهي، جاسوس جيڪي ٻين جي مفاد خاطر پنهنجي ملڪ ۾ جاسوسي ڪندا آهن. ٽيان اهي جاسوس، جيڪي ساڳئي وقت پنهنجي ۽ دشمن ملڪ لاءِ جاسوسي ڪندا آهن.

**جاسوسي ادب**: اها حقيقت عالم آشڪار آهي ته انگريزي ادب، شيڪسپيئر جي ادب ۽ شاعريءَ کان وڌيڪ جاسوسي ادب ذريعي ترقي ڪئي. ساڳيءَ طرح هندوستان ۾ اردو زبان جي ترقيءَ جون راهون به جاسوسي ادب کوليون. لکنؤ ۾ نولڪشور پبلشر ۽ بڪ سيلر گهٽي کان گهڻا جاسوسي ناول ڇپايا. اهي ناميارن انگريز مصنفن جي، ناولن جا ترجما هئا. اردوءَ ۾ ڪجهه جاسوسي ناول طبعزاد به لکيا ويا، جن جون پراسرار، ڪهاڻيون نوابن ۽ جاگيردارن جي محلن جي ڀرپاسي ۽ اندرين ڪمرن، تهخانن ۽ مندرن جي غفائن تائين گهمن ڦرن ٿيون ۽ وڪڙ ۽ چڪر ڏيئي آخرڪار ڳجهارت وانگر کلن ٿيون. انگريزي جاسوسي ادب ۾ يا ته چالاڪ چورن، ڌاڙيلن، خوني ٽولن، بهادر، سياڻن جاسوسن جي ڪارنامن ۽ مقابلن جي سلسليوار ڪهاڻيون آهن، يا ته اسرار سان ڀريل ائڊوينچر يا دلچسپي ۽ سنسني خيز رازن سان ڀريل داستان.

سنڌي زبان ۾ جاسوسي ادب جي شروعات انگريز دور ۾، انگريز مصنف سر ڪانن ڊائل جي تخليق شرلاڪ هومز جاسوس جي ڪارنامن جي ترجمي، ’شرلاڪ هومز جا عجيب غريب ڪم‘ جي نالي سان مرزا قليچ بيگ لکي ڪئي. هيءَ ڪتاب جاسوسي ڪهاڻين تي مبني ٻن ڀاڱن ۾ هو. ڪتاب جي ٽائيٽل تي ”چوٿڙي ڀهرين. شرلاڪ هومز جا عجيب غريب ڪم“ ڇپيل هو ساڳيا لفظ ٻئي ڀاڱي تي به لکيل هئا. هي ڪتاب آتمارام ڪندنمل سندس قيصره اسٽيم پريس حيدرآباد ۾ ڇپائي شايع ڪيو هو. هن ڪتاب جا صفحا 46 هئا. رائل سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت چار آنا هئي. ان پريس شمس العلما مرزا قليچ بيگ، جو ٻيو جاسوسي ناول ’ڀيانڪ لاش‘ به ڇپايو هو، اهو به سر ڪانن ڊائل جي ناول جو ترجمو هو جنهن ۾ پڻ شرلاڪ هومز جاسوس جا ڪارناما بيان ڪيل هئا.

1921ع ۾ حيدرآباد مان هڪ جاسوسي هفتيوار ’ناول اخبار‘ نڪرڻ لڳي، مگر اها اخبار هاڻوڪي اخباري سائيز ("33"X23" يا "30"X20") ۾ شايع نه ٿيندي هئي، پر رائل يا ڊيمي سائيز ۾ ڇپبي هئي، جنهن ۾ ناميارن انگريز مصنفن جي جاسوسي يا پراسرار ناولن جا قسطوار سلسلا هلندا هئا. جيڪي اٺ يا ٻارهن ڀاڱن ۾ مڪمل ٿيندا هئا. ناول جو هر ڀاڱو 55-60 صفحن تي مشتمل هوندو هو ڪجهه ناول سالنامي پرچي جي صورت ۾ مڪمل 100 سؤ کان 300 صفحن تائين شايع ڪيا ويندا هئا. هن اداري نامياري انگريز ناول نويس رينالڊ جي ناول جوزف ولمٽ جو ترجمو پندرهن ڀاڱن ۾ شايع ڪيو هر ڀاڱي جي قيمت هڪ رپيو هئي ۽ مڪمل ناول جي قيمت 9 رپيا هئي. جاسوسي ناول اخبار جو ٻيو ناول ’لوز آف دي حرم‘ هو. جنهن جو ترجمو ’برقعي ۾ سرڪو‘ جي نالي سان ڪيو ويو. اهو ناول پنجن ڀاڱن ۾ ڇپيو جنهن جي قيمت 9 رپيا رکي وئي. هن اداري جو ترجمو ڪرايل ٽيون ناول ’ميري پرائيس‘ هو اهو به رينالڊ جو لکيل هو ان ناول جا اٺ ڀاڱا هئا، جنهن جي قيمت 15 رپيا رکي وئي. جاسوسي ناول اخبار جا ٻيا ترجما ڪرايل ناول: (1) گونگو دوست، (2) دڪياري، (3) پراسرار جاسوسي ناول، (4) ڳرو بدمعاش، (5) بناوتي ڊبل خون، (6) ڪلجڳي سمي جي وارتا (چار ڀاڱا)، (7) مسٽريز آف دي ڪورٽ آف لنڊن (ڏهه ڀاڱا)، (8) رابرٽ مڪاير (ڏهه ڀاڱا) ۽ ٻيا ڪيترائي ناول هئا. هن اداري هڪ سنڌي مصنف جو سماجي موضوع تي لکيل ناول ’مسٽريز آف سنڌ‘ به شايع ڪيو هو جيڪو ناول ڇهن ڀاڱن ۾ هو انگريز جاسوسي ناول نويسن ۾ رينالڊ، مارس ليب ناڪ، ايچ ڊي ويلز، سيڪس ريهومر، سر آرٿر ڪانن ڊائل، ايڊگر وائلس ۽ پيٽرشيني ناميارين شخصيتون ٿي گذريون آهن. اسرار سان ڀريل داستان لکندڙ ناول نويسن ۾ رائڊر هيگرڊ دنيا ۾ مشهور آهي، جنهن ’شي‘ (SHE) ناول لکي پنهنجو ڌاڪو ڄمايو هو. هن ناول جو ترجمو ڪجهه سال اڳي فضل احمد بچاڻي ڪيو ۽ ’عاشي‘ جي نالي سان ڇپيو هو.

سنڌي زبان ۾ شايع ٿيل جاسوسي ناولن ۾ ڪيترا ناول هندي ٻوليءَ تان به ترجمو ڪيا ويا. مثلاً: ”ڀوت ناٿ جي جيوني“ جنهن جا 21 ڀاڱا هئا، (2) جاسوسي چڪر 6 ڀاڱا، (3) خوفناڪ چڪر 7 ڀاڱا (هي ناول رائل سائز جي اڌ جو هو).

1937ع کان 1946ع تائين وارو دور، سنڌيءَ ۾ جاسوسي ادب جي ترقيءَ وارو دور ليکيو وڃي ٿو. هڪڙي پاسي عام ڪتب فروشن وڏي تعداد ۾ جاسوسي ناولن جا ترجما شايع ڪيا ته ٻئي پاسي مختلف نالن سان ماهوار جاسوسي ناول، اخبارون (رسالا) هڪ سؤ کان ڏيڍ سؤ يا ان کان مٿي صفحن تي مشتمل، رائل سائيز ۾ شايع ٿينديون رهيون. چٽا پيٽي چوٽ تي چڙهيل هئي. اهي ادارا پئسا ڏئي جاسوسي ناول ترجمو ڪرائيندا هئا. ان وقت خريدارن جي گهٽتائي نه هوندي هئي. ناول هٿو هٿ وڪامي ويندا هئا. مجموعي طور هر مهيني جاسوسي ناولن جي اشاعت هزارن ۾ هوندي هئي. ان ڪانسواءِ ڇهين ٻارهين مهيني به اڍائي سؤ صفحن تي ناول جو خاص ايڊيشن نڪرندو هو. جيڪو ساليانو چندو ڏيندڙن کي تحفي طور ڏنو ويندو هو.

انهن ناولن ۾ گهڻو ڪري هي ڪردار مشهور هئا: جاسوسن ۾ شرلاڪ هومز ۽ بلئڪ جاسوس، ڌوهارين ۾ آرسين لوپن ۽ رائمرڪيو ڌاڪو ۽ ايمليا ڪارٽر ڌاڪوءَ جي ساٿڻ وغيره.

لنڊن ۾ شرلاڪ هومز ۽ بلئڪ جاسوس جا گهر (فرضي) بيڪر اسٽريٽ ۾ هئا. بيڪر اسٽريٽ اڄ به اتي موجود آهي ۽ شرلاڪ هومز ۽ بلئڪ جاسوس جي فرضي ڪردارن جي ڪري مشهور آهي. انهن جاسوسن جي يادگار طور اُتي جاسوسي ناولن جا اشاعتي ادارا هئا. جهڙوڪ سيڪسٽن بلئڪ لائبرري‘. ان نالي سان جاسوسي ناول ماهوار شڪل ۾ شايع ٿيندو هو سنڌي زبان ۾ انهن جاسوسن جي موت کان پوءِ جي فرضي ڪردارن وارا جاسوسي ناول، جن ناميارن اديبن ۽ ليکڪن ترجما ڪيا، تن مان ڪجهه هي آهن:

**مرزا قليچ بيگ**:

(1) ڀيانڪ لاش (2) شرلاڪ هومز جاسوس جا عجيب غريب ڪم (ٻه ڀاڱا)،

**ماستر هاسومل پيسو مل ناتاڻي:**
(1) لعل چٽي، (2) خوني چيني، (3) بدمعاشن جي ٽولي، (4) لنگڙو چور، (5) پهاڙي وڇون، (6) عجيب ڏاڙيل، (7) چورن جي چاچي، (8) ڀيانڪ چمڪاٽ، (9) ڦاسي، (10) وچتر رنگ، (11) سادو ڌاڪو (12) لعل ڪوريئڙو، (13) خون جي تلاش، (14) ٺڳ جاسوس، (15) شيطان جي ڪوپڙي، (16) موت جو تجلو (17) رت پياسي پتا، (18) وچتر ڌاڪو (19) خوفناڪ حادثو، (20) خوني اک، (21) انسانن جي چوري، (22) خوفناڪ ليڊي، (23) هينري، (24) دغا باز دولتمند، (25) غيبي قاتل، (26) هينري گورڪ ڌاڪو، (27)نرڏئي نقاب پوش، (28) ٺونئيو بدمعاش، (29) ٻهروپي ڌاڪو (30) ڊبل، (31) بلئڪ کي ڦاسي، (32) دلير ڌاڪو (33) ڪارو موتي، (34) عجيب چوري، (35) وچتر پهلوان، (36) خوني چار ۽ ٻن مائرن جو ٻار، (37) زهري خنجر، (38) آرسين لوپن ڌاڪو (39) جئنٽلمين ڌاڪو (40) طلسمي دلپاڪ، (41) عجيب شادي، (42) خوني عورت، (43) خوني پستول، (44) خون جو پياسي، (45) عيار خوني، (46) بدبخت هيرو، (47) لڪل راز، (48) جانباز عورت، (49) موت جو سڏ، (50) دلير دلبر، (51) خوفناڪ قاتل، (52) دولتمند خوني، (53) ڏڪايل راڻي، (54) عجيب ڌاڪو، (55) شريف خوني، (56) سورداس سندري، (57) سٽيءَ جو بدلو، (58) وچتر خون، (59) بي بها هيرو، (60) رنڊيءَ جو رنگ، (61) ولايتي جوءِ، (62) رامچند ڌاڪو (63) وئيل پئي وصيت، (64) ڀيانڪ ڀيدي، (65) ريشمي رومال، (66) پنج هزار، (67) خوني داستان، (68) هيبتناڪ ڌاڪو (69) وچترنگ، (70) ڀيانڪ وڇون، (71) دغاباز دوست، (72) ڀيانڪ بدمعاش، (73) غيبي خون، (74) خوني تلوار، (75) بدمعاشن جي چوري، (76) طوفان، (77) قهري تلوار، (78) سهٽو سپ، (79) لوپن جي بيبي، (80) گلاسڪو ايڪسپريس، (81) شيطان جي ماسي، (82) لوٺيو، (83) شيطاني چڪر، (84) موت جو پيغام، (85) هوائي جهاز، (86) چالاڪ چور، (87) اٺ بدمعاش، (88) دشمن، (89) طلسمي ڪتو، (90) ڪپتان، (91) خوفناڪ ڪتو، (92) ٺڳ جواهري، (93) موت سان لڙائي، (94) ڀيدي هوائي جهاز، (95) ظاهري زخم.

**محمد بخش سڪايل جوهر جا ترجمو ۽ تصنيف ٿيل ناول:**
محمد بخش سڪايل جو پهرين تخلص ’سڪايل‘ هو. پاڪستان جي قيام کان پوءِ روزنامہ هلال پاڪستان سان وابستگي کان پوءِ هن پنهنجو تخلص بدلائي ’جوهر‘ رکيو. پاڪستان جي قيام کان اڳ سندس جاسوسي ناول، جيڪي ترجما ۽ تصنيف ٿيل آهن، انهن مان ڪجهه هيٺ ڏجن ٿا:
(1) موتمار ترورو، (2) سمٽ جو خون، (3) هيبتناڪ چمڪاٽ، (4) شرلاڪ هومز کي ڦاسي، (5) آرسين لوپن جو انتقام، (6) بلئڪ جاسوس جو خون، (7) خطرناڪ ڦوهارو، (8) نقاب پوش، (9) چمڪندڙ بجلي، (10) جاسوس ڇوڪري، (11) راسپوتين (2 ڀاڱا).

پاڪستان جي قيام کان پوءِ آر. ايڇ. احمد اينڊ برادرس بڪ سيلر ۽ يوسف برادرس بڪ سيلر طرفان محمد بخش ’جوهر‘ جا هيٺيان ناول ڇپرايا ويا:
(1) انساني کوپڙي، (2) باغي، (3) پڪو بدمعاش، (4) خوفناڪ قاتل، (5) خوفناڪ خوني، (6) خوفناڪ ڪتو، (7) دغابازي، (8) راج محل جا راز، (9) زبردستي، (10) سکن سان لڙائي، (11) شرلاڪ هومز جاسوس، (12) شرلاڪ هومز جاسوس جا ڪارناما، (13) شيطان جي ناني، (14) لعل ڇوڪرو، (15) خوني خزانو، (16) راز پنهان راز.

**لطف الله جوڳي:**
(1) بلئڪ جاسوس جي آتم ڪهاڻي، (2) بلئڪ بهادر، (3) مجيد جو هوائي جهاز، (4) انعامي هيرو.

**ماستر منوهر:**
(1) شيطان منڊلي، (2) خوني پتال، (3) چالاڪ پروفيسر (4) شيطان وڪيل، (5) بلئڪ جاسوس جو خون، (6) جاسوس نازنين.

**نارائڻ داس وشنداس:** 1- بلئڪ جاسوس جي دُرگتي.

**نارائڻداس بصرمل:** (1) نقاب پوش عورت، (2) شيطان خوني، (3) بدمعاشن جي پارليامينٽ، (4) پردي ۾ لڪل راز.

**نانڪرام ڏرم داس:** (1) غيبي خزانو (2) شريف ڌاڪو (3) ولايتي ڌاڪو، (4) خوني عورت، (5) ڪرامتي انسان، (6) مصري خنجر، (7) ٽرين ۾ خون، (8) آرسين لوپن سان ڏيٺ، (9) چورن مٿان مور، (10) جاسوس ۽ ڌاڪو.

**دولترام ڏيئلداس موٽواڻي:** (1) رهزن ٽولي، (2) هرفن مولا، (3) هٽلر (4) رت جو سگنل، (5) شيطاني پڪچر.

**ليکراج ايس:** (1) خونخوار ڏائڻ، (2) گونگو بدمعاش، (3) رنگ برنگي راڻي.

**واڌو مل مولچند:** (1) خوني انتقام، (2) شيطان ڌاڪو (3) چڪردار چوري، (4) آنرري جاسوس.

انگريزي جاسوسي ناولن جي ترجمن ۾ هيا بہ هندو ليکڪ شامل رهيا، جو هندو ڪتب فروشن ۽ ادارن، ناميارن مترجمن ۽ مصنفن کي ان ڪري ترجيح ٿي ڏني، جو انهن مترجمن جي چونڊ ٻين کان وڌيڪ بهتر هوندي هئي.

سکر ۾ هري سنگهہ سنس ڪتب خاني ۽ ڇاپخاني سوين جاسوسي ناول ڇپرايا هئا. سندس ڇپايل جاسوسي ناولن جي هڪ فهرست ۾ آرسين لوپن ڌاڪو ۽ بلئڪ جاسوس جا ڪجهه ناول هيٺ ڄاڻائجن ٿا:

آرسين لوپن ڌاڪو جا ناول:
(1) نوجوان جاسوس، (2) غيبي خزانو (3) چورن مٿان مور، (4) جهاز ۾ ڌاڪو، (5) جاسوس ۽ ڌاڪو (6) ڪرامتي نيلم، (7) ولايتي ڌاڪو، (8) شريف ڌاڪو، (9) فرينچ ڌاڪو، (10) امير ڌاڪو، (11) جنٽلمئن ڌاڪو، (12) ڪنيا جو قاتل، (13) ريشمي رومال، (14) عجيب شادي، (15) خون بيگناهہ، (16) خوني چار، (17) عجيب خوني، (18) طلسمي دلپاڪ، (19) زهري خنجر، (20) عجيب چوري، (21) ٻهروپي ڌاڪو.

**بلئڪ جاسوس جا ناول:**
(1) پهاڙي وڇون، (2) عجيب ڏاڙيل، (3) هئبت ناڪ ڌاڪو، (4) وچتر ڌاڪو، (5) دغاباز دولتمند، (6) خوفناڪ ليڊي، (7) انسانن جي چوري، (8) چورن جي چاچي، (9) خوني بدلو (10) بيٽ جي راڻي، (11) خوني شهزادو، (12) ڊبل ڌاڪو (13) هوائي جهاز، (14) هينري گورڪ ڌاڪو (15) دل جو دوست، (16) ڏڪايل راڻي، (17) طوفان محبت، (18) نازنين يورپ، (19) خوني پستول.

**جيٺمل ڪيئومل بڪ سيلر حيدرآباد جا ڇپرايل جاسوسي ناول:**
(1) ڊبل لاش، (2) خوني پائٽيو (3) معشوق چار، (4) پستول باز معشوق، (5) زبردست ڌاڪو، (6) طلسمي تهخانو (7) ڀاڱا ڪاري جو يڪو (2 ڀاڱا)، (8) خوني ڪتو (2 ڀاڱا).

1947ع کان اڳي ۽ بعد ۾ هندوستان ۽ پاڪستان ۾ لڏ پلاڻ کان پوءِ هندو ڪتب فروش ۽ ادارن هندوستان مان به جاسوسي ناولن جا سلسلا جاري ڪيا. سنسار ساهتي منڊل لڳ ميٽرو سئنيما بمبئي -1 'جاسوسي سنسار' جي نالي سان ماهوار جاسوسي ناول شايع ڪيا. انهن جو هڪڙو ناول 'درياهي ڏاڪو' ۽ ٻيو 'بليڪ جاسوس' پاڪستان ۾ جولاءِ ۽ آگسٽ 1950ع ۾ شايع ٿيا هئا. ٽيون ناول 'شرلاڪ هومز موت جي ماڙي' ۾ هو. اِهي ناول ڊيمي سائيز ڪاغذ تي سنڌي ٽائيپ ۾ ڇاپيا ويا هئا.

سنڌي ادب جي هن صنف جو اوج اڳي هو هاڻي نه رهيو آهي. گذريل ڏهاڪي ۾ مختلف اديبن ڪجهه قدر طبع آزمائي ڪئي آهي ۽ جاسوسي ناول ترجما ڪيا ويا آهن، جن ۾ ڊاڪٽر قاضي خادم جا ڪجهه ناول ۽ هڪ ناول 'ڀاڄي جو ٻيڄو' (ترجمو) آهي.

**جافر/ جائفل:** جافر/ جائفل جو وڻ ڏهن کان ٽيهن ميٽرن تائين ڊگهو ٿئي ٿو. هن جون ٽاريون ڪمزور ۽ هيٺ هونديون آهن. پن ڇمون وانگر ننڍا هوندا آهن، جن جو مٿيون حصو تيز سائو ۽ هيٺيون حصو زردي مائل پورو ٿيندو آهي. هن جا گل گولائيءَ تي خوشبودار ٿيندا آهن، پر ڪن ۾ خوشبوءِ نه هوندي آهي. برسات کان پوءِ هن ۾ جافر لڳن ٿا. پچڻ کان پوءِ ٻن حصن ۾ ورهائجي وڃي ٿو. هن جي مٿان چؤطرف هڪ هيڊي رنگ جي کل هوندي آهي. هن وڻ کي عربيءَ ۾ جوزبوا، فارسيءَ ۾ جوزبويا،


جافر/ جائفل

سنسڪرت ۾ جاتي ڦلا، هنديءَ ۾ جائفل، انگريزيءَ ۾ 'Wet Meg' ۽ لاطينيءَ ۾ (Myristiea Frayans) چون. هن جو مزاج گرم ۽ خشڪ آهي.

هيءَ هڪ قسم جو وڪر آهي، جيڪو مصالحي طور ڪم ايندو آهي. اصل ۾ لفظ 'جائفل' آهي، جيڪو عام ٻوليءَ ۾ ڦري جافر ٿي ويو آهي. جافر ۽ جاوتري هڪ ميوي جا ٻه قسم آهن. جافر جي ٻج جي کل واري حصي کي جاوتري چئبو آهي. ان جو اصل وطن 'جزائر مولڪا' آهي. هن جو وڻ 60 فوٽ کن اوچو ٿئي ٿو ۽ ميوي جهلڻ کان پوءِ 15 يا 20 سالن تائين مسلسل پيداوار ڏيندو رهي ٿو. جاوتري به مصالحن ۾ شمار ٿئي ٿو. جافر جي ٻج ۽ جاوتريءَ مان هڪ قسم جو خوشبوءِدار تيل نڪري ٿو جيڪو خوشبوئن ٺاهڻ ۾ استعمال ٿئي ٿو. ان کان سواءِ جافر جو تيل دوائن ۾ به استعمال ٿئي ٿو. جافر ۽ جاوتريءَ کي هڪجهڙو ذائقو ٿئي ٿو پر جافر جاوتريءَ کان قدري منو ٿئي ٿو. جافر کي ٻوڙ ڀاڄين کان سواءِ ڪيڪ ۽ شربتن ۾ به استعمال ڪيو وڃي ٿو.

**جاڪپاري:** دادو تعلقي جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آهن:

جاڪپاري ولبيج، حسين آباد، سوڍو خان سولنگي، حاجي الهرکيو وغيره.

**جاڪپاري ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ضلعي ۽ تعلقي دادوءَ ۾ ڳوٺ جاڪپاريءَ ويجهو واقع آهي. ڪيتري وقت کان ڍنڍ پاڻي نه هئڻ سبب سوڪهڙي جو شڪار آهي. ڍنڍ جي اوج وارن ڏينهن ۾ هتي هر قسم جا پکي ايندا هئا ۽ مڇين جا به ڪيترائي قسم موجود هوندا هئا. ان کان سواءِ ڪُمي، ڪوڏيون، ٻِهه، لوڙهه، ٽوڙي پن ۽ گاهه وغيره به هن ڍنڍ ۾ گهڻو هوندو هو. جنهن مان ٽونريون، تڏا، مصلا ۽ ٻيو سامان ٺاهيو ويندو هو. ڍنڍ مڪمل طور سڪي وڃڻ کان پوءِ هتان وڏي مقدار ۾ لوڻ ڪڍيو ويندو آهي.

**جاڪرا:** سمن، ملاحن، مهاڻن ۽ ٻاڙهن جي ڀاڙن جو نالو آهي. هنن جو بڻ بنياد، سمن ۽ انڙن سان ملي ٿو. ايس صادق علي لکيو آهي ته: "انڙ ولد سمي کي 28 پٽ هئا، جن مان هڪڙي پٽ جو نالو 'جاڪرو' هو. جاڪرا ۽ جکرا ان جو اولاد آهن. جن مان ٻگهيا، ڏيپر، ڏيٽا، ساهڙ، لاکا، هنگورا، اڄڻ، مگٽيپوٽا، ٻرا، ٻٽا، اراڙين ۽ پليجا پڻ آهن. ٺٽي ضلعي ۾ اڪثر ڪري هي ڍنڍن جي ڪناري ويٺل آهن. جوکين جي سالار قبيلي مان هڪ ڀاڙي جو نالو پڻ 'جاڪرا' آهي، ليڪن هي ملاح نه آهن."

هن نالي سان سکر ضلعي جي تعلقي روهڙي جي ديهه 'سن' ۾ هڪ ڳوٺ آباد آهي.

**جاڪري پتڻ:** هيءَ دريائي پتڻ ڪماڻ ٺٽي ضلعي جي ذات جي ملاحن جو هو. جيڪو هاڻي ڦٽي ويو آهي. جڏهن درياهه ڀرپور وهندو هو تڏهن هتان ٻيڙين ذريعي ڪافي مال روانو ٿيندو هو.

**جاڪري جويا:** تعلقي مٽياريءَ ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

غلام حيدر جويو، هوت خان جکرو، شهمير ويسر، پنيار همون پوٽا، حاجي جمن پنيرو ۽ حاجي مولا بخش.

**جاڪڙ:** جاڪڙ چوهاڻ راجپوت جو اولاد آهن. چوهاڻ راجپوت هڪ جت عورت سان شادي ڪئي، جنهن مان ڪيس چار پٽ جاڪڙ، سانگوان، ٻيرو ۽ قاديان ٿيا. جن پاڻ کي 'جت' سڏايو. جاڪڙ ۽ جکڙ ذات هڪ ئي معلوم ٿي ٿئي (وڌيڪ معلومات لاءِ ڏسو 'جکڙ').

**جاڪڙو:** تعلقي سانگهڙ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

چڪ نمبر 19، چڪ نمبر 37، چڪ نمبر 38، چڪ نمبر 39، چڪ نمبر 41، جيئندو خان شر، ڏٽي بخش خاصخيلي ۽ چڪ نمبر 46.

**جاڪڙيو:** تعلقي خيرپور ناٿن شاهه جي هڪ ديهه جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

راوت خان لغاري، سلطان چانڊيو، مراد ڪوسو، مهدي شاهه، احمد خان چانڊيو، مراد علي چانڊيو (مريد علي چانڊيو)، هاديو ڪوسو، الهڏنو ڪلهوڙو، گهنگريا، هوتي لاڪير، گل محمد ڪوسو، جڙيا، گل محمد ڪولاچي، علي بخش ڪوسو، چمن ۽ کيڙ ڪوسو.

**جاڪو:** هيءَ ڪاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم آهي، جنهن کي ڇلر ٿيندا آهن. مڇيءَ جو رنگ اڇو، ڊيگهه 6 انچ ۽ تور اڌ پاءُ کن ٿيندي اٿس.

**جاڪي بندر:** جاڪي بندر جا آثار ضلعي ٺٽي جي تعلقي ميرپور ساڪري ۾ سنڌو درياهه جي هڪ قديم شاخ پٽياڻي جي اپرندي ڪناري تي، ٻهارن جي شهر کان اٽڪل 6/5 ميل کن اولهه طرف ۽ ٻگهياڙ ڦاٽ جي قديم پيٽ جي اولهه طرف موجود آهن. ڏاراجا ۽ راڻيءَ جي ڪوٽ جا آثار پڻ جاڪي بندر جي ڀر پاسي ۾ آهن. جاڪي بندر ۽ ڏاراجا ٻئي مقامي نالا آهن. جن جو اڳاٽي تاريخ ۾ ڪو به ذڪر ڪونهي. جاڪي بندر ڏکڻ طرف ۽ ڏاراجا اُتر طرف آهي، پر گهڻو ڪري هڪ ساڳيءَ قديم وستيءَ جا ڦٽل نشان هتي موجود آهن ۽ يقيناً اهي آثار مشهور تاريخي بندر 'لاهري' جا آهن. ڪئپٽن پوسٽنس 1843ع

کان 1845ع واري عرصي دوران لکيو آهي ته: "ڏاراجا اڳي ٺٽي جي واپار جو مکيه بندر ۽ هڪ مشهور شهر هو. مگر درياهه جي ڦير گهير سبب هن بندر جي اهميت گهٽجي وئي. هن وقت ڏاراجا يا لاهري بندر جي بدران ڪراچيءَ کي ٺٽي بندر طور استعمال ڪيو وڃي ٿو.



جاڪي بندر جو پلان

جاڪي بندر واري ايراضيءَ ۾ هڪ ڊٺل ڪوٽ جا نشان ڏسڻ ۾ اچن ٿا، جيڪو اٽڪل 2500 چورس والن تي پکڙيل آهي. کوٽائي ڪرڻ سان هتان ڪاشيءَ جون سرون ۽ ٽامي جا سڪا مليا آهن، جن تي 'مُحمد شاهه' جو نالو اُڪريل آهي. جاڪي بندر تي پکڙيل ٺڪرائو هڪ شاهوڪار شهر جو ٿي معلوم ٿئي ٿو ۽ هيءَ ماڳ هڪ صديءَ ۾ سامونڊي ڪارين ۾ ايترو ته ريتجي ويو آهي، جو ايندڙ پنجاهه سالن اندر جاڪي بندر جا باقي آثار به دفن ٿي ويندا. فقط مرڪزي قلعو رهجي ويندو. هن شهر جي ٺڪرائي ۾ چينيءَ جي ٿانون جي ڀڳل ٺڪرن تي چيني ٻوليءَ جا اکر لکيل آهن. اهي ٿانوَ اچي فرش تي گلن ۽ چٽن وارا آهن. باقي ٺڪرائي ۾ ڪاشي جام ملي آهي. هتي شيشو، جنڊيءَ جا ٽڪر، چوڙيون، سونا زيور ۽ ننڍڙا سڪا به ملن ٿا. هتان ٺڪر جي مورتي به لڌي وئي آهي. ٻاهران ڪوٽ آيل آهي، جيڪو سالم حالت ۾ آهي. ڪوٽ جي اندر ۽ ٻاهر گهرن جي اڏاوت موجود آهي. قبرستان ۽ کوهه به ملن ٿا. اڏاوتون پڪين سرن جون آهن. البته انهن جا بنياد ريتيءَ ۽ چن واري پٿر تي رکيل آهن. جاڪي بندر جي اتر ۾ ڪُڏي ڪاري آهي، ڏکڻ ۾ پٽنياڻي ڪاري، ڪُڏي ڪاريءَ جي هاٽوڪي اونهائي 60 کان سؤ فوٽ آهي، جڏهن ته پٽنياڻي ان کان به اونهي آهي. ان ماڳ کي 'قبي' به چون ٿا. اهو ان ڪري ته جاڪي بندر آڏو ڪُڏي ڪريڪ ۾ هڪ قديم مسجد يا قبي جا نشان آهن. قلعي جو دروازو 15 فوٽ ويڪرو آهي. قلعي کي ٻارنهن برج آهن. ٻاهرئين پاسي کان ديوار جي هاٽوڪي اوچائي 12/10 فوٽ آهي. برجن جي بيهڪ ڪنڊائتي بيضوي نموني جي آهي. سيني برجن جي ماپ ۾ فرق آهي. پر سراسري طور انهن جي ماپ 20X15 فوٽ چئي سگهجي ٿي. ديوارن جي ڪل ڊيگهه ويڪر هم چورس 105 وال آهي. جڏهن ته ديوار جي ٿولهه پنج فوٽ آهي. جاڪي بندر کي غلط العام طور 'جانڪي بندر' به سڏيو ويندو آهي.

**جاڪي ڪوٽ:** هن ڪوٽ بابت مختلف محققن ۽ تاريخدانن جا مختلف رايا آهن. جتي به بندر هوندو، اتي ڪوٽ ضرور هوندو. اڳ ۾ سيني بندرن تي ڪوٽ هئا. البيروني هن کي لوهاڻي شهر وٽ، سمنڊ وٽ ٻڌائي ٿو جتي سنڌو درياهه ۾ به شاخون ڇڏيندي هيون. المسعودي ان ڪوٽ کي ديبل ۽ مهراڻ جي ڇوڙ جي وچ تي، ٻن ڏينهن جي پنڌ تي ڏسيو آهي. اليگزنڊر هئملٽن لاهري ڪوٽ کان ٺٽي تائين مفاصلو چاليهه ميل بيان ڪيو آهي. هيءُ چوڪور قسم جو ڪوٽ، بيٺ جي اوڀر پاسي ڊيلٽا ۾ جڙيل آهي. هيءُ ڊيلٽائي بيٺ آهي، جتي هيءَ ڪوٽ جڙيل آهي. اهو اوڀر اولهه ۾ چار ڪلوميٽر ڊگهو ۽ اتر ڏکڻ ۾ ٻه ڪلوميٽر ويڪرو آهي. ڪوٽ جي ڊيگهه ۽ ويڪر 320 فوٽ آهي. هي ڳاڙهين بڻيءَ جي پڪل سرن مان ٺاهيو ويو آهي. اوچائي بيٺ کان ڏهه فوٽ آهي. ڪوٽ جا برج ديوار کان چار فوٽ مٿي آهن. ڪوٽ کي ڊٺل ديوار 9 فوٽ ويڪري آهي. سرون 10x10x2 ۽ 8x8x1/2 انچن جون استعمال ٿيل آهن. ڪوٽ جو دروازو اوڀر طرف کليل ٿو جنهن جي ويڪر 15 فوٽ اٿس. دروازي جي سنڀال لاءِ ٻه برج ٺهيل آهن. ڪوٽ جي ڏکڻ- اوڀر ڪنڊ وٽ هڪ عمارت جا آثار بيٺا آهن. ڪوٽ کي ڪل 12 برج آهن. جن جي شڪل بيضوي آهي. برج ڊيگهه ۾ 18 فوٽ ٻاهر نڪتل آهن، جيڪي ويڪر ۾ 15 فوٽ آهن. ٺڪرائو ملي ٿو جن مان ٿانون جو وڏو تعداد نظر اچي ٿو. شيشي جا ٽڪرا به ملن ٿا. اڳئين زماني جا نقشا ڏسبا ته لاهري بندر، جاڪي بندر سان ٺهڪي اچي ٿو. جاڪي بندر جو ڪوٽ، ڊيلٽا جي ويجهڙائيءَ سبب رتي ڪوٽ سان مشابهت رکي ٿو. تنهن هوندي به بناوت جي لحاظ کان ڪافي مختلف آهي. رني ڪوٽ ۾ حقيقي فوجي طرز جا برج آهن، جن جو تعداد 24 آهي. جڏهن ته جاڪي ڪوٽ ۾ 12 برج آهن، جيڪي دفاعي نٿا لڳن. رني ڪوٽ ۾ فوجي ۽ دفاعي شيون ملن ٿيون، پر جاڪي ڪوٽ کي دفاعي صلاحيت نه هئڻ سبب هڪ قلعي بند گودام چئي سگهجي ٿو جتي واپاري پنهنجو قيمتي سامان رکندا هوندا.

**جاڳا:** ٿر ۾ رهندڙ پرمار راجپوتن جي هڪ پاڙي جو نالو، جيڪي مالهڻ ديويءَ جا پوڄاري آهن.

**جاگرافي**[1]: انسان ۽ ڌرتيءَ جي وچ ۾ تعلق ۽ ڌرتيءَ بابت ڄاڻ جو نالو 'جاگرافي' آهي. هي ٻن يوناني (Greek) لفظن Geo + Graph (ڌرتي + ماپ) مان جڙيل آهي، جنهن کي "يون- وگيان" به چئبو آهي. هن مطالعي ۾ جاگرافيدان پنهنجي علمي ميدان کي نه رڳو طبعي حالتن وارين تصويرن ۽ نقشن تائين محدود رکيو آهي پر ان کي ڏسي مشاهدن ۽ لاڳاپيل انگن اکرن جي روشنيءَ ۾ مختلف عنصرن تي نظر رکن ٿا. خشڪي ۽ سامونڊي ورهاست، طبعي ۽ زميني ڪيفيت، پاڻي ۽ هوا، نباتات، حيوانات، معدنيات، زراعت، صنعت ۽ حرفت، آمد و رفت، ملڪي ڀاڱن ۽ فطري تبديلين جي سببن ۽ نتيجن تي پڻ نظر رکڻ سندن فرضن ۾ شامل آهي. پراڻي دور ۾ جاگرافيدان مختلف ملڪن جي خصوصيتن جي وضاحت ڪندا هئا، پر سندن اندازو فقط قياس آرائين تي ٻڌل هوندو هو. پر وچئين دور ۾ ماهرن زمين جي مٿاڇري تي ڊگهو مفاصلو ماپي 1500ع کان نقشن ٺاهڻ واري فن جي شروعات ڪئي. ان کان پوءِ هن فن تمام گهڻي ترقي ڪئي. جاگرافي در حقيقت مشاهدي جو هڪ اهڙو طريقو آهي، جنهن سان ٽن قسمن جو مواد حاصل ٿئي ٿو. پهريون سائنس جي مزاج ۽ قاعدي جي ڄاڻ ۾ ڪافي اضافو ٿئي ٿو. ٻيو هن وسيلي سان منظم سائنسي مضمونن جي پيش ڪيل تصويرن واري صحت جي جاچ ڪئي ويندي آهي. ٽيون، مخصوص جاين جي جدا جدا حالتن جو حقيقي تجزيو به ان ذريعي سان ئي سامهون اچي ٿو. جاگرافيءَ جو تعلق موسم، زمين، ساهوارن، نباتات، پيداوار، سياست، سماج کان سواءِ نفسيات ۽ فلسفي سان

بہ آهي. جاگرافيائي انگن اکرن کي نقشن ۾ داخل ڪرڻ لاءِ پئمائشي علم کان بہ مدد وٺڻي پوندي آهي. جاگرافيءَ جا ماهر انهن سمورن شعبن جي ماهرن کان ضرورت موجب مدد وٺن ٿا. بنيادي طور تي جاگرافيءَ جون رڳو ٻہ شاخون آهن: هڪ طبعي جاگرافي، ٻي انساني جاگرافي.

(1) **طبعي جاگرافي:** هن ۾ ڌرتيءَ تي انسان جي طبعي ماحول جو جائزو ورتو ويندو آهي. ان ۾ زمين جي جوڙجڪ ۽ هيناهين متاهينءَ جي مطالعي کان سواءِ خشڪي، سامونڊي ۽ خلائي تبديلين جي سببن ۽ نتيجن جو تجزيو ڪيو ويندو آهي، ان جو تفصيل هن ريت آهي:



دنيا جو جاگرافيائي نقشو

**(الف)** زمين جي صورتحال، وٽن جا قسم، درياهہ، برف سان ڍڪيل پهاڙ، چشما، ڍنڍون ۽ شاخون وغيره. انهن جي مطالعي کان سواءِ زمين جي متاڇري جي طبعي ۽ ڪيميائي عمل جو جائزو پڻ ضروري طور ورتو ويندو آهي.

**(ب)** آبهوا، گرمي، سردي، روشني، ٻاڦ، گدلاڻ، گهم، جهڙ، هوائن جي رفتار، برسات، برف باري ۽ طوفاني حالتن جي مجموعي ڪيفيت جو مشاهدو پڻ ٿيندو آهي.

**(ج)** خشڪي ۽ سامونڊي علائقن ۾ ٻوٽن ۽ حيوانن جي مخصوص ورهاست جو گڏيل ذڪر ڪيو ويندو آهي.

**(د) انساني جاگرافي:** انساني جاگرافيءَ کي پنجن حصن ۾ ورهايو ويو آهي. پهرئين حصي ۾ نظام شمسي، زمين جي حالت، ان جي شڪل وغيره تي روشني وڌي ويندي آهي. ٻئي حصي ۾ انسان جي رهڻي ڪهڻي، رسم رواج ۽ طور طريقا اچي وڃن ٿا. ٽئين حصي ۾ سياسي اصولن ۽ انهن جي ونڊ ورڇ جي باري ۾ بحث ڪيو ويندو آهي. چوٿين حصي ۾ معاشي حالتن ۽ مختلف ملڪن جي پيداواري حالتن تي بحث ٿيندو آهي ۽ پنجين حصي ۾ مذهبن جي ورهاست جي باري ۾ غور ويچار ٿيندو آهي.

هن ذريعي سان نہ رڳو ڪاروبار ۽ جاگرافيائي ماحول واري تعلق جي وضاحت ڪئي ويندي آهي، بلڪ انسانن جي علائقائي اختلافن ۽ ٻين علائقائي لاڳاپن جو تجزيو بہ حاصل ٿئي ٿو.

**(هہ) معاشي جاگرافي:** هن ذريعي زمين تي رهندڙ مختلف علائقن ۾ انساني زندگيءَ تي قدرتي ۽ هٿرادو ماحول وارن اثرن جي تشريح ڪئي وڃي ٿي. هن جاگرافيءَ جون ٻيون بہ ڪي شاخون آهن. جيئن: زرعي جاگرافي، صنعتي جاگرافي، تجارتي جاگرافي ۽ تاريخي جاگرافي وغيره. ڌرتيءَ تي رهندڙ آباديءَ جي ورهاست کي ظاهر ڪندڙ خاڪي تي نظر ڪبي تہ اڻبرابريءَ وارو پاسو گهڻو واضح ٿئي ٿو ڪيترن علائقن جي آبادي في چورس ڪلوميٽر 10000 کان وڌيڪ آهي. ڪي وڏا علائقا بنهہ غير آباد آهن. دنيا ۾ آباديءَ جي گهڻي تعداد جا ٻہ اهم خطا ڏسجن ٿا. هڪ خطو يورپ جي الهندي ملڪن، رياست متحده آمريڪا ۽ ڪينيڊا جي صنعتي ترقي جي علائقن تي ٻڌل آهي، ٻيو خطو ايشيا کنڊ جي ڏکڻ ۽ اوڀر وارن حصن ۾ پکڙيل آهي. هتان جو اهم پيشو ۽ پيداواري ذريعو زراعت آهي. دنيا جي ڪيترن علائقن ۾ آباديءَ جي غير معمولي اضافي جو مسئلو اڄ مفڪرن جي ڌيان جو مرڪز بڻيل آهي. صنعتي انقلاب بعد خاص ڪري گذريل اڌ صديءَ جي عرصي ۾ تہ آبادي ايتري تيزيءَ سان وڌي آهي، جو سڀني جي زندگي متاثر ٿيڻ لڳي آهي. ان جا خراب اثر هر ماڻهوءَ تي پيا آهن.

**تاريخي جاگرافي:** هيءَ تاريخي دور جي طبعي ۽ انساني جاگرافي آهي. جيئن تہ ڌرتيءَ تي خشڪي، سامونڊي ۽ هوائي حالتون هميشہ هڪجهڙيون نہ ٿيون رهن، جيئن جيئن وقت گذري ٿو طبعي نظارن ۾ ڪجهہ نہ ڪجهہ تبديلي ضرور ايندي رهي ٿي. آبهوا جي ڪيفيت ۽ زمين جي حالت بہ آهستي آهستي بدلبي رهي ٿي، جنهن جي نتيجي ۾ نباتاتي ۽ حيواني حالت بہ متاثر ٿيندي آهي ۽ انساني ڪاروبار ۾ بہ ڪافي تبديليون پيدا ٿين ٿيون.

**حيواني جاگرافي:** هن عنوان هيٺ هر هڪ ماحول ۾ پلجندڙ جدا جدا قدرتي ٻوٽن، وڻن، ولين، جيتن، پکين ۽ ساهوارن جو ذڪر ڪيو ويندو آهي. جيڪي ٻہ وڏا گروهہ ليکيا ويا آهن، انهن ۾ ٻوٽا ۽ حيوان شامل آهن.

**زرعي جاگرافي:** انساني زندگيءَ ۾ زراعت کي وڏي اهميت آهي. دنيا جي آباديءَ جو هڪ وڏو حصو پنهنجي روزي زراعت مان حاصل ڪري ٿو. سنڌ جي آباديءَ جو لڳ ڀڳ 70 سيڪڙو حصو زراعت سان لاڳاپيل آهي. گهڻن ماهرن جو خيال آهي تہ زرعي جاگرافيءَ ۾ اهڙن ڌنڌن کي بہ شامل ڪيو وڃي، جن ۾ انسان شڪاري زندگي گذاري ٿو يا جهنگن ۾ طرح طرح جا ميوا گڏ ڪري زندگي بسر ڪري ٿو يا چوپايو مال ڌاري ۽ انهن مان کير، مکڻ، پنير ۽ گوشت حاصل ڪري ٿو ۽ ان جو واپار بہ ڪري ٿو. بنيادي طور تي ڌرتيءَ تي فصلن جي ونڊ ورڇ ۽ پيداوار ۾ آبهوا، زمين جي هيناهين متاهين، مٽيءَ ۽ بناوٽ جو ڪافي عمل دخل آهي. زمين جي مختلف حصن ۾ فصلن جي ونڊ ورڇ جو ڪيترو مقدار آهي ۽ انهن جي ڪهڙي ترتيب آهي ۽ ان کي سمجهڻ لاءِ انهيءَ علائقي جي سماجي ۽ معاشرتي لاڙن ۽ اتان جي تاريخ ۽ ماڻهن جو مزاج ڄاڻڻ ضروري آهي. سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ جي ترقيءَ جو معيار بہ فصلن جي جاگرافي، تقسيم ۽ پيداوار تي ڪافي اثر انداز ٿئي ٿو.

**سياسي جاگرافي:** ڌرتيءَ جو متاڇرو ڪيترن ئي ملڪن يعني سياسي وحدتن ۾ ورهايل آهي. اهي وحدتون گهڻي قدر هڪ ٻئي کان مختلف آهن. ڪي وڏيون آهن، ڪي ننڍيون آهن. ڪن جي آبادي گهٽ آهي تہ ڪن جي آبادي گهڻي آهي. ڪي امير آهن تہ ڪي غريب. ڪي خودمختيار رياستون آهن تہ ڪي وري محڪوم. سياسي جاگرافيءَ جو ڪم اهو آهي تہ انهن رشتن ۽ لاڳاپن جو مطالعو ڪري، جيڪي رياستن جي وچ ۾ موجود هجن.

**صنعتي جاگرافي:** هيءَ شعبو معاشي جاگرافيءَ سان ڳنڍيل آهي، جنهن ۾ زمين مان حاصل ٿيندڙ معدني پيداوار ۽ ان جي استعمال جا مسئلا شامل آهن. ڪنهن بہ ملڪ جي صنعتي جاگرافيءَ جي اهميت کي نظرانداز ڪري نہ ٿو سگهجي، چو تہ ان جو لاڳاپو فقط صنعت سان ناهي هوندو، پر ملڪ جي خارجي معاملن، سياسي مسئلن، آمدني روانگي سان پڻ هوندو آهي. ٻين لفظن ۾ ملڪ جي وجود جي مراد بہ صنعتي جاگرافي آهي.

**جاگرافيءَ جو اصطلاح:** پهريائين بطليموس جي تصنيفن لاءِ عنوان طور استعمال ٿيو. جنهن جو عربيءَ ۾ ترجمو ’صورة الارض‘ جي نالي سان ڪيو ويو. تنهنڪري پوين جاگرافي نويسن به پنهنجي تصنيفن جو اهو ئي عنوان رکيو. المسعودي هن اصطلاح جي تشريح ’قطع الارض‘ جي نالي سان ڪئي، جنهن جي معنيٰ آهي ڌرتيءَ جي پکيڙ ۽ ماپ. ان کان پوءِ اهو اصطلاح ’رسائل اخوان الصفا‘ ۾ ’عالم دنيا جي نقشي‘ جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيو. عربن وٽ جاگرافيءَ جو علم جدا جدا عنوانن ۾ ورهايل هو. جيئن ته ڪتاب البُلدان صورة الارض، المسالڪ والممالڪ. سروين جي خيال ۾ ’المسالڪ‘ هڪ اهڙو علم آهي، جنهن جو تعلق ڳوٺن ۽ شهرن جي ماڳن متعين ڪرڻ سان آهي. المقدسي ’احسان التقاسيم في معرفت الاقاليم‘ ۾ جاگرافيءَ جي گهٽ پاسن تي بحث ڪيو آهي. عباسي دور جي شروع ۾ عربن کي جاگرافيءَ جي علم ۾ وسيع معلومات ملي. ايران، مصر ۽ سنڌ جي فتحن کان پوءِ ڪين هڪ طرف قديم تهذيبن جي وارثن جي علمي ۽ ثقافتي سرمائي کان واقفيت ملي ته ٻئي پاسي انهن ملڪن جا علمي مرڪز ۽ درسگاهون سندن قبضي ۾ آيون. اهڙي طرح خليفي ابو منصور (135هه/753ع) جي دور کان وٺي هندي، يوناني ۽ ايراني ٻولين جو جاگرافيءَ متعلق علمي خزانو عربيءَ ۾ ترجمو ٿيو.




ان دور کان وٺي زمين ۽ آسمان بابت جيڪي جاگرافيائي تصور قديم قومن ۾ هلندڙ هئا، اهي هڪ هنڌ گڏ ٿيا. اهڙيءَ طرح مشاهدن ۽ تجربن جو دور شروع ٿيو. مثال طور آريہ ڀٽ جو نظريو هو ته آسمانن جي گردش فقط ظاهري آهي، زمين تي خشڪي ۽ پاڻيءَ جو مقدار اڌو اڌ آهي. خشڪي جيڪا ڪچوءَ وانگر آهي، سا هر طرف کان پاڻيءَ ۾ گهيريل آهي ۽ ان جي شڪل بال وانگر آهي، جنهن جي اوچائي وارو هنڌ ميرو جبل هڪ خيالي پهاڙ آهي، جيڪو قطب تاري هيٺان آهي. ڌرتيءَ جو فقط اڌ حصو آبادي آهي، جنهن جون حدون هن طرح آهن: اوڀر ۾ چمڪوٽ ۽ اولهه ۾ روم. هندستاني پنهنجي ڏکڻائي ڦاڪ جو حساب لنڪا کان لڳائيندا هئا. سندن خيال موجب سج ’اجين‘ کان گذري ٿو. عربن به اهو خيال ورتو ته سلون زمين جو قبو آهي. پر پوءِ هن ’اجين‘ کي حيثيت ڏني.

عربن گهڻا جاگرافيائي تصور ۽ روايتون ايرانين کان ورتيون. انهن ۾ هفت ڪشور (هفت/اقليم) جو تصور نهايت اهم آهي، جنهن مطابق سڄي دنيا ستن هڪ جهڙن دائرن ۾ ورهايل آهي ۽ انهن مان هر هڪ دائري کي هڪ ولايت/ ملڪ جي حيثيت حاصل آهي. اها ورهاست اهڙيءَ طرح هئي، جو چورس دائرو وچ ۾ هو ۽ باقي ڇهہ ولايتون ان جي چوطرف هونديون هيون. انهيءَ وچ واري دائري ۾ ايران جو شهر به شامل هو. ڏکهي عرصي تائين عرب جاگرافيدانن تي انهيءَ نظام جو اثر رهيو.

قرون وسطي (وچئين دور) ۾ يونانين جا جاگرافيائي علم ۽ هيئت عربن وٽ يوناني يا سرياني ٻولين وسيلي پهتا. جنهن جي شروعات بطليموس ۽ ٻين فلڪيات جي ڪتابن کان ٿي. المسعودي، بطليموس هڪ نسخي جو مطالعو ڪيو هو ۽ ان جو ٺاهيل دنيا جو نقشو ڏٺو هو.

يوناني فلڪيات جي ماهرن جي ڪتابن جو جڏهن عربيءَ ۾ ترجمو ٿيو ته ان مان عربن جي نظرين، تصورن ۽ فلڪياتي تجربن جي نتيجن جي شڪل ۾ ڪافي مواد ميسر ٿيو. جنهنڪري عربي جاگرافي نويسيءَ جي لاءِ علمي بنيادن تي ترقي ڪرڻ ۾ آساني ٿي.

ٻي صدي هجري (اٺين صدي عيسوي) کان وٺي پنجين صدي هجري (11 صدي عيسوي) تائين عرب عالمن، يوناني تصنيفن جي وسيلي ڪن عام موضوعن جهڙوڪ: وير جي لهڻ ۽ چڙهڻ، پهاڙن جي خصوصي نوعيت، رياضتي، طبعي ۽ انساني جاگرافين تي بحث ڪرڻ جي روايت قائم ڪري ڇڏي. ان جا مثال ابن رستہ، اليعقوبي، المسعودي ۽ ابن حوقل جي تصنيفن مان ملن ٿا.

ابن خردازبه، اليعقوبي ۽ قدامه جي خصوصيت اها آهي جو هنن دنيا کي چئن حصن ۾ ورهي، پنهنجي مواد جي ترتيب ۽ تشريح کي چئن طرفن ۾ رکيو آهي. يعني ايرندو، الهندو، اُتر ۽ ڏکڻ. انهيءَ طريقي جي ورڇ جو ضرور ڪو اڳاٽو نمونو هوندو. جنهن جي تقليد ڪئي وئي آهي.

قديم زماني کان ئي عرب المسعودي اوڀر (هند ۽ چين) جي وچ ۾ تجارتي سفر ڪندا هئا. سياسي خلافت جي دور ۾ بصري ۽ ڪوفي جي بندر گاهن پڻ ڪافي ترقي ڪئي. عربن جهاز رانيءَ جي ترقيءَ سان گڏ تجارت ۾ پڻ ترقي آندي، سندن تجارت جو دائرو نہ صرف وسيع ٿيو، پر انهيءَ ۾ ٻڌي پڻ آئي. هنن اندمان ۽ نڪوريا ٻيٽن جي نيم وحشي قبيلن سان به تجارتي معاهدا ڪيا. تجارت ۽ سياحت پڻ جاگرافيءَ جا اهم بنياد بڻيا.

ڇهين صدي هجري (12 هين صدي عيسوي) کان وٺي 1 صدي هجريءَ (ڇهين صدي عيسوي) تائين عرب جاگرافي مسلسل تنزل جو شڪار رهي. ان دور ۾ تصنيفن جو معيار پڻ ڪريل نظر اچي ٿو. موضوع جي باري ۾ علمي ۽ تنقيدي رويو اختيار ڪري ۽ معلومات جي صحت تي توجهہ ڏيڻ بدران گذريل زماني جي جاگرافي، نظرياتي ۽ روايتي معلومات کي ٻيهر ترتيب ڏيڻ تي ڌيان ڏيڻ جو مسئلو سامهون ايندو رهيو. اهو دور دراصل جاگرافيائي معلومات کي گڏ ڪرڻ جو دور سڏيو وڃي ٿو. انهيءَ دور کي ائين عنوانن ۾ ورهائي سگهجي ٿو:

1- عالمي جاگرافيءَ جون حالتون، (2) ڪائنات سان لاڳاپيل تصنيفون، (3) مقدس جاين جون زيارتون، (4) جاگرافيائي لغت ۽ اصطلاح، (5) سفرناما، (6) ملاحي ادب، (7) فلڪياتي ادب، (8) علائقائي جاگرافيائي ادب.

1- **عالمي جاگرافي:** سڄي دنيا کي مجموعي طور بيان ڪرڻ ۾ جيڪي ڪلاسيڪي روايتون جاگرافيدانن بيان ڪيون هيون، تن کي عالمي جاگرافي يا ڪائناتي جاگرافيءَ جي نالي سان سڏيو ويو آهي. جهڙوڪ: ڪائنات جو وجود ۾ اچڻ، جنهن ۾ چنڊ تارن، سيارن، زمين ۽ ٻين عنصرن جو بيان به اچي وڃي ٿو.

2- **ڪائناتي جاگرافيءَ بابت تصنيفون:** هن موضوع هيٺ ڪيترائي ڪتاب لکيا ويا، جيڪي ڪائنات، پيدائش واري عمل ۽ فلڪيات وغيره سان تعلق رکن ٿا.

3- **زيارتي ادب:** هن دؤر جي خصوصيت اها آهي، جو زيارتن ۽ مذهبي اهميت وارن شهرن متعلق ڪتاب لکيا ويا. انهن ۾ اسلام جي مقدس هنڌن جي اولياءُ الله ۽ صوفين جي ذڪر سان گڏ ڪيترن ديني مدرسن جو احوال به شامل ڪيو ويو آهي. اهي ڪتاب دراصل حج جي پانڌيڙن ۽ زائرين لاءِ رهنما جي حيثيت رکندڙ آهن.

4- **جاگرافيائي لغت:** عربيءَ ۾ جاگرافيائي ادب جي سلسلي ۾ 'مُعجم البلدان' نهايت مفيد ڪتاب آهي، جيڪو ڇڙ ته جاگرافيائي لغت آهي. جنهن ۾ تاريخي ۽ عمراني معلومات به ڏني وئي آهي. انهيءَ ڪتاب جي مقدمي ۾ ياقوت، عربن جي جاگرافيائي نظرين ۽ تصورن تي نهايت قيمتي معلومات ڏني آهي.

5- **سياحت ناما/ سفرناما:** هن دؤر ۾ عربي زبان جي سفرنامن مختلف علائقن جي جاگرافيءَ ۾ اضافو ڪيو آهي. سفر جي چاهه ڏيندڙ علم اسباب مثلاً: حج بيت الله، اسلامي تبليغ ۽ سياسي لحاظ کان اسلامي حدن ۾ اضافي سان (خاص ڪري اوير ۾) مسلمانن لاءِ سياحت ۽ روزگار جي ڳولا لاءِ ڇڙ ته راهون کلي ويون. انهيءَ سلسلي ۾ تمام گهڻا سفرناما لکيا ويا. جن مان وچئين دؤر ۾ ابن بطوطه جو عربي سفرنامو قابل قدر آهي. جنهن ۾ سنڌ، هند، ڏکڻ ايشيا ۽ ان جي ڪن علائقن جو احوال شامل آهي.

(6) **ملاحي جاگرافي:** هن عنوان جو مقصد درياهي ۽ سامونڊي ڪنارن تي رهندڙ پيشور ملاحن جي جياپي لاءِ جاکوڙ، سامونڊي سفر، غورابن ۽ ٻيڙن ذريعي هڪڙي ملڪ مان واپار جو مال ڪٽي ٻين ملڪن ۾ رسائڻ آهي. اهڙن ٻيڙيائتن جي سڄي زندگي حادثن ۽ بيماريءَ جي واقعن سان پريل هوندي آهي. اهي نه فقط دلچسپ هوندا آهن، پر نصيحت آموز به هوندا آهن. تنهن ڪري ٻيڙياتن جي جدوجهد کي به ملاحي جاگرافيءَ جو اهم حصو ڪري ليکيو ويو آهي.

(7) **فلڪياتي ادب:** هن عنوان هيٺ آيل مشاهدن ۽ تجربن کي جاگرافيءَ جي دائري ۾ شامل ڪيو ويو آهي، چاڪاڻ ته آسمان، سج چنڊ تارن ۽ گرهڻ وغيره جو به جاگرافيءَ سان واسطو آهي. هن علم جي ابتدا بطلسموس کان ٿئي ٿي، جنهن جي نظريي تي ڪن صدين تائين اتفاق رهندو آيو

(8) **علائقائي جاگرافيائي ادب:** هر هڪ ملڪ، علائقي، صوبي، ضلعي يا تعلقي جي زمين، ان تي رهندڙ ساهوارا، آبهوا ۽ ٻوليون وغيره جدا جدا هونديون آهن، تنهنڪري ڪنهن به ملڪ جي جاگرافيائي حالت ايستائين مڪمل نه ليکبي، جيستائين علائقائي سرزمين جو مشاهدو نه ڪبو.

**جاگرافي**[2] **(ڪتاب):** هي ڪتاب چيلارام ڪيمچند آڏواڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 110 صفحا ۽ قيمت 7 آنا آهي. ڇاپو ڇهون، الائيز اسٽور، موتي اليڪٽرڪ پرنٽنگ پريس حيدرآباد مان سال 1937ع ۾ ڇپيو.

- ساڳئي نالي سان ٻيو ڪتاب گرمکداس ٻيٺو مل ننگرائي جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 156 صفحا آهن. هيءُ ڪتاب ننگرائي پبلشنگ هائوس، پارت جوتي اليڪٽرڪ پرنٽنگ پريس ڪراچيءَ مان سال 1943ع ۾ ڇاپيو هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو سال 1944ع ۾ ڇپيو.

**جاگرافي**[3] **(ڪتاب):** هي ڪتاب بي. ايس نانگراڻيءَ جو لکيل آهي، جنهن ۾ 432 صفحا آهن. ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 3 آنا ڇاپايل آهي. نانگراڻي11 اسٽور، مدر لينڊ پرنٽنگ پريس ڪراچيءَ مان هيءُ ڪتاب سال 1945ع ۾ ڇپيو.

**جاگراڻي:** مگسي بلوچن ۽ سڏاين (سمن) جي هڪ پاڙي جو نالو جتڪ بروهين ۾ پڻ 'جاگراڻي' آهن.

**جاگڙي:** هي مارواڙ جي هڪ ذات جو نالو آهي، جنهن کي عام طرح 'ماڙيچا' به چوندا آهن. سنڌ ۾ جاگڙي ٻن صدين کان آباد آهن. انگريز حڪومت کين ڏوهاري قبيلو قرار ڏئي ساڻن خانه بدوشن وارو سلوڪ اختيار ڪيو. چاڪاڻ ته 'لڳن پندارين' جي ٽولن ۾ 'جاگڙي' به شامل هئا. سنڌ ۾ کين پيشي جي لحاظ کان سٺي نظر سان نه ڏٺو ويندو آهي. البته پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ کي جاگڙي مرد پنهنجي شهرن ۽ ڳوٺن ۾ درزڪو ڪم ڪن ٿا.

**جاگو:** تعلقي ساماري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن.

مصري پند، اوطاق محمد ابراهيم ۽ اسماعيل رند.

**جاگير**[1]: شهدادڪوٽ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڏاتو خان جت، غلام رسول چانڊيو، فقير محمد ڪوسو، داتا خان چانڊيو، شفيع محمد ماڇي، محمد حسن ڪوسو، وريو خان چانڊيو ۽ حاجي بخش ڪوسو.

**جاگير**[2]: قنبر- شهدادڪوٽ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ ڪو به ڳوٺ شامل ناهي.

**جاگير**[3]: ضلعي قنبر- شهدادڪوٽ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

رئيس جمال خان چانڊيو، ڊڪيون، وهرڪي ۽ شهبازي.

**جاگير**[4]: قنبر- شهدادڪوٽ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ ڪو به ڳوٺ شامل ناهي.

**جاگير**[5]: ضلعي قنبر- شهدادڪوٽ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ صابو ٻرڙو، سليمان خان ۽ مصري خان نالي ڳوٺ شامل آهن.

**جاگير**[6]: ضلعي قنبر- شهدادڪوٽ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ نوهڙڪي، شاهلياڻي ٻرڙا، مصري خان جت ۽ ميري وڪا ڳوٺ شامل آهن.

**جاگير**[7]: ضلعي قنبر- شهدادڪوٽ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

غيبي ديرو، سونو چانڊيو، شالو ٻرڙو، ڪجلو خان ٻرڙو، غلام محمد چانڊيو، حسن لاڪو، غازي خان چانڊيو، رٻن چانڊيو، علي گل چانڊيو، محمد يعقوب مينگهياڻي، اڇو ٽڙ، راباڙي، گل بهار ٻرڙو ۽ ڏاڏر.

**جاگير آباد:** تعلقي ڪنڊڪوٽ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ارباب ڪوسو، نبي بخش خان، آچار مل ۽ محمد ايوب.

**جاگيراڻي**[1]: هڪ ذات جو نالو. جاگيراڻي اصل ۾ بلوچستان جي قبيلي ’جتڪ‘ يا ’بانزوئي‘ جي شاخ آهن ۽ زهري علائقي جا رهاڪو آهن. مرزا قليچ بيگ ڪتاب ”قديم سنڌ ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو“ ۾ لکيو آهي ته: جاگيراڻي، بڙدي بلوچن جي سرپرست اعليٰ زيندي خان جي پٽ سندر خان جو اولاد آهن.“ ايس صادق عليءَ موجب ’جاگيراڻي‘ بڙدين جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. مرزا صاحب ڪوسن جي قبيلي جا ڇهه پاڙا لکيا آهن، جن مان هڪ پاڙي جو نالو ’جاگيراڻي‘ لکيل آهي. ڪنهن به ڪتاب جي اپياس مان معلوم نه ٿو ٿئي ته ’جاگيراڻي‘ رند آهن، پر ڪن جاگيراڻين کان ٻڌو ويو آهي ته اهي ’رند‘ آهن. جاگيراڻيءَ جي لغوي معنيٰ آهي: زميندار، جاگيردار وغيره. سماٽ ملڪاڻين ۾ پڻ جاگيراڻي ذات ملي ٿي.

**جاگيراڻي**[2]: قمبر تعلقي جي ديهه دوآبي ۾ هڪ ڳوٺ جاگيراڻي آباد آهي.

**جاگيراڻي، اعتبار علي**: ڪامريڊ اعتبار علي جاگيراڻي ٻهرين اپريل 1926ع تي تعلقي رتيديري جي هڪ ننڍڙي ڳوٺ ڇُٽي جاگيراڻيءَ لڳ جمعي اگهم ۾ پيدا ٿيو. سندس والد مولوي دولت خان جاگيراڻي پنهنجي ڳوٺ جي مسجد جو پيش امام ۽ خطيب هو. گذر سفر لاءِ ڳوٺ ۾ ننڍڙو هٽ هلائيندو هو. اعتبار خان جاگيراڻي شروعاتي تعليم جمعي اگهم ۽ تعلقي ميري خان جي هڪ ڳوٺ حيدر چانڊيي جي پرائمري اسڪول مان حاصل ڪئي. وڌيڪ تعليم لاءِ رتيديري شهر جي اي. وي اسڪول ۾ داخل ٿيو پر غربت سبب ۽ رتيديري شهر ۾ رهائش نه هئڻ ڪري وڌيڪ تعليم حاصل نه ڪري سگهيو. 1943ع ۾ علامه عنايت الله مشرقيءَ جي پارٽي خاڪسار تحريڪ ۾ شامل ٿيو. ساڻس گڏ لاڙڪاڻي جو مشهور وڪيل ۽ اڳوڻو سفير عبدالرزاق سومرو به خاڪسار تحريڪ ۾ شامل ٿيو. 30 جولاءِ 1946ع تي علامه عنايت الله مشرقيءَ جي چوڻ تي 3 لک خاڪسار گهنٽا گهر چانڊني چوڪ دهليءَ ۾ گڏ ٿيا. انگريز حڪومت ان جلسي تي پابندي مڙهي هئي. پوليس ڪارروائيءَ ۾ ٻين خاڪسارن سان گڏ ڪامريڊ اعتبار علي جاگيراڻي به گرفتار ٿيو. ساڻس گڏ سنڌ جو مشهور اديب ۽ قديم آثارن جو ماهر تاج صحرائي به گرفتار ٿيو هو. پاڪستان ٺهڻ وقت ڪامريڊ اعتبار علي جاگيراڻي دهليءَ جي قيد خاني ۾ بند هو. سندس قربانيءَ عيوض علامه عنايت الله مشرقي کيس ’جانباز‘ جو لقب ڏنو. 7 جنوري 1949ع تي به سال قيد پوگي، پنهنجي وطن پهتو ۽ اچي ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ جي هاري ڪميٽيءَ ۾ شامل ٿيو. 1952ع ۾ رتيديري مان ’هاري‘ اخبار جاري ڪيائين. جنهن جو مئنيجنگ ايڊيٽر هو ۽ ايڊيٽر ناميارو شاعر ۽ نقاد ذوالفقار راشدي هو. ڪامريڊ اعتبار علي جاگيراڻيءَ 1970ع ۾ پ پ پ ۾ شامل ٿيو. 28 جون 2002ع تي دل جو دورو پوڻ سبب وفات ڪيائين.

**جاگيراڻي، برڪت علي، جسٽس**: جسٽس برڪت علي جاگيراڻي قمبر جي ڳوٺ جيئڻ ابڙي ۾ ڄائو. هن ابتدائي تعليم پنهنجي اباڻي ڳوٺ مان حاصل ڪئي ۽ پنهنجي عملي زندگيءَ جي شروعات 1956ع ۾ وڪالت ڪرڻ سان ڪئي. مسلسل 29 سال وڪالت ڪرڻ بعد 1985ع ۾ ڪميشن ڏيئي تربت ضلعي ۾ سيشن جج ٿيو. اڳتي هلي 1995ع ۾ بلوچستان جو محتسب مقرر ٿيو. جتان رٽائر ٿيڻ بعد کيس بلوچستان جي ’جوڊيشل اڪيڊمي‘ جو ڊائريڪٽر جنرل مقرر ڪيو ويو. پوري هڪ سال کان پوءِ کيس ڊرگ ڪورٽ ڪوئيٽا ۾ مقرر ڪيو ويو. ساڍن ٽن سالن تائين ’فيڊرل سروس ٽربيونل‘ جو ميمبر رهيو ۽ ٽي سال بدين ۾ ’محتسب اعليٰ جو ريجنل ڊائريڪٽر‘ 1991ع کان 2001ع تائين ’فيڊرل سروسز ڪورٽ‘ ۾ جج هئڻ دوران هن نواز شريف جي حڪومت ۾ وفاقي ڪاتن مان برطرف ڪيل هزارين ملازمن کي ٻيهر بحال ڪرائڻ ۾ ڪردار ادا ڪيائين. جنهن سان غريبن جون وسائل ڇلهيون ٻيهر ٻريون. هن جو شاهه لطيف رح جي شاعريءَ سان بيحد لڳاءُ هو.

جسٽس برڪت اڪثر پنهنجو ڪم پاڻ ڪندو هو. سادگي ۽ نهٺائي رکندڙ هيءُ اهل دل انسان اعليٰ عهدن تي هئڻ جي باوجود به پنهنجي زمين تي پاڻ پوکيو ڪندو هو. رٽائرمينٽ کان پوءِ هميشه ساڻس ڪجهيءَ جي پنن جي ٺهيل ڇٻي هٿ ۾ هوندي هئس. جنهن ۾ آئينو انگوڇو ۽ ڦڻي وغيره ڪٽندو هو ۽ گهٽو ٽڻو هڪ بيگ ۾ ساڻس 3 جوڙا ڪپڙن جا گڏ هوندا هئا. 2 مئي 2010ع تي وفات ڪيائين. هالا روڊ لڳ پير بلالي قبرستان ۾ دفن آهي.

**جاگيراڻي، غلام مرتضيٰ خان**: شاعر، استاد ۽ تعليمي ماهر غلام مرتضيٰ خان جاگيراڻي، تعلقي روهڙيءَ جي ڳوٺ لطف خان جاگيراڻي ۾ شاهه بيگ خان جاگيراڻي جي گهر ۾ 10 آڪٽوبر 1912ع ۾ ڄائو سندس ڳوٺ ڪنڊڙي شريف جي ويجهو آهي. پرائمري تعليم ڳوٺ مان ۽ مئٽرڪ ناز هاءِ اسڪول خيرپور ۾ پڙهيو. 1964ع ڌاري تعليم کاتي ۾ ايچ ايس ٽي ٿيو ۽ 1972ع ۾ سنڌي پرتيءَ جي سلسلي تحت ايجوڪيشن آفيسر طور مقرر ٿيو.

شاعري جي شروعات 1979ع کان ڪيائين. شيخ عبدالرزاق ’راز‘ سندس شاعريءَ ۾ استاد هو. ڪنڊڪوٽ ۾ ايس ڊي او هجڻ وقت فيض بخشاپوري مان سندس قربت رهي. غلام مرتضيٰ ’خان‘ جاگيراڻي مشاعرن جو ڏاڍو شوقين رهيو آهي. هر سال لطيف ادبي تنظيم جي پليٽفارم تان طرحي ۽ موزون مشاعرو ڪرائيندو رهندو آهي. سندس شاعريءَ جو مجموعو ’سپ سجڻ جي ياد آ‘ لطيف پبليڪيشن سکر پاران 2008ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو آهي. غلام مرتضيٰ خان جاگيراڻي اعليٰ سرڪاري عهدي تان رٽائر ٿيڻ کان پوءِ مطالعي ۽ زمينداري ۾ جي ڪرت سان واڳيل آهي. هن وقت روهڙيءَ ۾ رهي ٿو.

**جاگيرداري نظام**: هڪ سماجي معاشي جوڙجڪ، جيڪا غلاميءَ واري يا قديم پنچائتي نظامن جي ٽوڙ ڦوڙ کان پوءِ سامهون آئي ۽ تقريباً سيني ملڪن ۾ موجود رهي. حڪمران جي طرفان ڪنهن وفادار ملازم يا خدمتگار کي سندس خدمت جي عيوض، گذاري لاءِ انعام طور مليل زمين کي جاگير چئبو هو. ان زمين جي ڍل وغيره جاگيردار کي معاف هوندي هئي. جاگيردار ۽ هاري، جاگيرداري معاشري جا مرڪزي طبقا رهيا آهن. جاگيردار جا ساٿي اڪثر حڪمران ۽ مفادپرست مذهبي اڳواڻ رهيا آهن. حڪمران طبقي ۾ سماجي جاگيرن جو هڪ سلسلو ترتيب ڏنل هو ۽ ننڍا جاگيردار وڏن جاگيردارن جا زيردست هوندا هئا. پنتي پيل زميندارن ۽ هارين کي ڪي به سياسي حق حاصل نه هئا. ڳوٺن ۾ آباديءَ جو وڏو حصو غير هنرمند مزدورن ۽ انهن جي آقائن تي مشتمل هو. جاگيرداري نظام ۾ هارين جي محنت پيداواري قوتن جو اهم عنصر هئي.

ننڍي کنڊ ۾ جاگيرداري نظام دهليءَ جي سلطنت متعارف ڪرايو ان ڪري مرڪزي حڪومت ڪمزور ٿي. سلطان غياث الدين بلبن (87-1266ع) ان جي حوصلي شڪني ڪئي ۽ سلطان علاؤالدين خلجي (1316-1296ع) ان کي مڪمل طور ختم ڪيو. پر سلطان فيروز شاهه تغلق (88-1351ع) جاگيرداري نظام وري بحال ڪيو. شروعاتي مغل شهنشاهن نظام کي ختم ڪرڻ ۽ ان جي جاءِ تي پگهاردار عملدارن کي رکڻ چاهيو پر پوءِ وارن مغل حڪمرانن ٻيهر ان جي تائيد ڪئي. ارڪوٽ جي نواب محمد عليءَ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ کي (هاڻوڪي تامل ناڊو رياست ۾) بنگال جي خليج سان گڏ 120 ميل ڊگهو ۽ 47 ميل ويڪرو علائقو جاگير طور عطا ڪيو. پوءِ هيءَ جاگير مدراس پريزيڊنسي جو مرڪز بڻي. انگريز دور ۾ پراڻين جاگيرن کي انفرادي خاندانن جي ملڪيت سمجهيو ويو. خاص ڪري مهاراشٽر واري علائقي ۽ سنڌ ۾ ڪيترن ماڻهن کي جاگيرون مليون.

ٽالپرن جي دؤر تائين سنڌ ۾ چئن قسمن جا جاگيردار هئا. پهريان اهي جاگيردار، جن کي ٽالپرن جي حڪومت کان اڳ ۾ پروانن ذريعي جاگيرون مليون هيون ۽ وقت جي حڪومت سان وفاداريءَ سبب بحال ڪيون وينديون هيون. ٻيا اهي جاگيردار جيڪي ٽالپرن جي شاهي خاندان مان هئا، جن کي آسائش جي زندگي گهارڻ لاءِ جاگير ڏني ويندي هئي. ٽيان اهي بلوچ سردار ۽ امير جيڪي پاڻ وٽ فوجي دستا رکندا هئا ۽ ضرورت جي وقت لڙائي خاطر لشڪر ڪٺو ڪري ڏيندا هئا. چوٿان پير، فقير، عالم ۽ مجاور جن کي 'مخير' سڏبو هو. اهي جاگيردار پنهنجن ڪمدارن ۽ خادمن ذريعي هارين کان زمين آباد ڪرائيندا هئا.

سنڌ تي قبضي ڪرڻ کان پوءِ انگريز سرڪار حڪم جاري ڪيو ته جاگيردار ۽ اهي ماڻهو، جيڪي 17 فيبروري 1843ع تائين، جن زمينن تي قابض هئا، حاضر ٿي سلاميءَ جو پروانو حاصل ڪن ۽ پنهنجي معاف ڪيل ڍل واري زمين تي قابض ٿين. ان حڪم نامي تي ڪيترن ئي جاگيردارن مقرر تاريخ تي ملڪ وڪٽوريه جي سالگرهه تي، اهي پروانا حاصل ڪيا. سال 1847ع ۾ جاگيرن جي معاملن کي نبيرڻ لاءِ سنڌ جي هر ضلعي اندر تپيدار، ڪاردار، مختيارڪار ۽ انهن جي مٿان دفتردار مقرر ڪيا ويا، جن سرڪار جي حصي (ڍل) وصول ڪرڻ سان گڏ ماڻهن سان سٺو ورتاءُ ڪري، زراعت ۾ واڌاري ۽ سڌاري لاءِ وڏي ناري (اوپارئين واهه) جي کاٽي، صفائي ۽ ويڪرائيءَ جو انتظام ڪيو.

1853ع ۾ حيدرآباد ۽ ميرپورخاص جا مير صاحب جيڪي ڪلڪتي، هزاري باغ ۽ پوني وغيره ۾ انگريزن جي نظربنديءَ هيٺ هئا، آزاد ٿي پنهنجن علائقن ۾ پهتا. انهن به انگريز سرڪار کان پنهنجي حيثيت آهر وظيفا، جاگيرون ۽ عطيا حاصل ڪري گذارو ڪرڻ شروع ڪيو.

49-1948ع ۾ سنڌ حڪومت هڪ ائڪٽ ذريعي سنڌ مان جاگيرداريون ختم ڪري، اهي زمينون پشت به پشت هارپو ڪندڙ هارين ۾ ورهائي ڪين مالڪاڻا حق ڏيئي ڇڏيا. ان وقت سنڌ جو وڏو وزير مير بنده علي خان ٽالپر هو.

**جاڳ (ڪتاب):** هي ڪتاب 'نيو فرينڊس پبليڪيشن پاران نوجوان تخليقڪارن جي شاعري ۽ ڪهاڻين جو گڏيل مجموعو آهي، جيڪو ضمير ٽالپر پاران آڪاش پرنٽرس گاڏي کاتي حيدرآباد مان 1993ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو. هن ڪتاب ۾ رمضان راهي، امر لغاري، اي. آر. آزاد ۽ استاد نظاماڻيءَ جون تخليقون شامل آهن. رمضان راهيءَ جي شاعري 'سڪي، سپنا ۽ ساروڻيون' جي عنوان سان، امر لغاريءَ جون ڪهاڻيون 'واڇوڙو' جي عنوان سان، اي. آر. آزاد جي شاعري 'ديس، درد ۽ تنهايون' عنوان سان ۽ استاد نظاماڻيءَ جون ڪهاڻيون 'پريمڪا' عنوان سان آيل آهن. هن ڪتاب جي قيمت 30 روپيا ۽ صفحا 111 آهن.




**جاڳا:** جاڳا يعني اهي گيت جيڪي رات جو جاڳي ڳائجن يا روزي رکڻ مهل جاڳائڻ خاطر چئجن. هي گيت سنڌ ۾ قديم زماني کان هلندا اچن ۽ انتهائي مقبول آهن. هي گيت اڪثر رمضان ۾ ڪي شخص ٽولا ٺاهي ڪٽي ڪٽي گهنڊ ڪٽي رستن ۽ گهٽين ۾ سُر سان ڳائيندا آهن ته جيئن ماڻهو سجاڳ ٿي روزو رکن. سنڌ اندر هن منفرد روايتي لوڪ گيت جو رواج اڳاٽي وقت کان ملي ٿو ۽ ڪيترن شاعرن پڻ اهڙي قسم جا 'جاڳا' (لوڪ گيت) چيا آهن. خاص طور روزيءَ جي برڪت، هدايت، نصيحت وغيره 'جاڳن' جا اهم موضوع رهيا آهن. اهڙي قسم جا 10 جاڳا ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پنهنجي ترتيب ڏنل ڪتاب 'لوڪ گيت' ۾ درج ڪيا آهن. نموني طورهڪ، جاڳي جو شعر ڏجي ٿو:

چنڊ ڏٺو رمضان جو،
گهر پڳو شيطان جو، ڏيئو ٻريو اسلام جو
جاڳڻ ويل ٿي آهي، رحمت ويل ٿي آهي.
مهينو پلو رمضان جو، تون ولهو ٿي نه وڃاءِ
پنجئي وقت نماز جا، پوريءَ طرح پڄاءِ
ڏينهن سچو سنسار ۾، تون ويهي ڪِي مَ وڃاءِ
ختما پڙ قرآن جا، جڏو جيءَ جاڳاءِ
جاڳڻ ويل ٿي آهي...

**جاڳ به تنهنجي جيءَ سان** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌ جي نالي واري ليکڪ ۽ ڪهاڻيڪار حميد سنڌيءَ جي ڪهاڻين جو مجموعو آهي، جيڪو سنڌي ادبي بورڊ ڄامشوري طرفان 1996ع ۾ شايع ڪيو ويو آهي. ليکڪ ڪتاب جو انتساب پنهنجي والد، والده ۽ ٻارڙن جي نالي ڪيو آهي، جڏهن ته ڪتاب جو مهاڳ نامياري شاعر تنوير عباسيءَ لکيو آهي. ڪتاب ۾ ڪُل 16 ڪهاڻيون شامل آهن. ڪچي جلد واري هن ڪتاب جا ڪل صفحا 106 ۽ قيمت 50 رپيا آهي. ڪتاب جي بيڪ ٽائيٽل تي ليکڪ لاءِ مختلف اديبن جا رايا ڏنا ويا آهن.




**جاڳَرِ:** جن ڀوت ڪڍڻ لاءِ جاڳر اهو عمل آهي، جنهن ۾ ويساهه وسوڙل ماڻهو اچي گڏ ٿيندا آهن ۽ ڀوپو يا فقير واس ڌوپ ڪري سُرندو وڄائيندو

آهي، ماڻهن جي عقيدي موجب سرندي جي لئي ۾ ملي وڃڻ جي ڪري جنات جي اثر هيٺ آيل ماڻهوءَ جي وجود ۾ جوش ايندو آهي ۽ اهو ماڻهو تيز تيز ڪنڌ ڌوڻيندو آهي ۽ ان مهل پوپو منتر وغيره پڙهي جن کان خبر چار ۽ ڪانئس ڏس پار پڇندو آهي. حضرت سليمان عليه السّلام جو سُنهن جن کي ڏئي متاثر ماڻهوءَ کي ڇڏي وڃڻ جو حڪم ڪندو آهي، جن جي انڪار تي ڪيس سزا ڏيڻ لاءِ ان ئي ماڻهوءَ کي ساڙيندو يا ٻي ڪا سيڪٽ ڏيندو آهي، جنهن سان سندن چوڻ موجب جن پوت ماڻهوءَ کي ڇڏي ڀڄي ويندو آهي. اهڙين جاهلاڻين رسمن سبب ڪيترائي ماڻهو زخمي ٿي پوندا آهن يا ڪڏهن مري به پوندا آهن. سنڌ ۾ ڪي وهمي ماڻهو جِن ڪڍائڻ لاءِ ماڻهو ميانوالي فقيرن وٽ ويندا يا ڪين دعوت ڏيئي گهرائيندا آهن.

**جاڳو (اخبار):** ڪراچيءَ مان نڪرندڙ روزاني سنڌي اخبار، جنهن جو 1991ع ۾ سنڌ جي ڪن سجڻن پائيواريءَ سان بنياد وڌو. جن ۾ ڊاڪٽر سليمان شيخ، سراج الحق ميمڻ ۽ پاڪستان پيپلزپارٽيءَ جو اڳواڻ ۽ زميندار غلام قادر پليجو شامل هئا. غلام قادر پليجي جو وڏيڪ حصو هو ۽ اخبار ڪي ان سنڀاليو. اخبار جو باني ايڊيٽر فقير محمد لاشاري هو هيءَ اخبار جام صادق عليءَ جي وڏ وزارت واري دور ۾ باهه جو گولو ٿي اُٿي. خاص ڪري ف. م. لاشاريءَ جي ايڊيٽوريلن ملڪ جي اختياري وارن جون ننڊون حرام ڪري ڇڏيون. سخت ٻولي لکڻ تي ايڊيٽر کي ڌمڪايو به ويو. اشتهار بند ڪيا ويا، پر هن اخبار سماج جي پٺتي پيل قدرن ۽ مسئلن کي اجاگر ڪيو ۽ اسيمبلين ۾ چونڊجي آيل نمائندن کي به ذميواريءَ جو احساس ڏيارڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي. اخبار جي باني ايڊيٽر ف. م لاشاريءَ جي اوچتو روڊ حادثي ۾ فوت ٿي وڃڻ کان پوءِ اخبار کي رُڪ سنڌي، آغا سليم، صحبت ٻرڙو ۽ ٻيا ايڊيٽر مليا، جن جي دؤر ۾ به هن اخبار قومي مسئلن بابت پاڻ ملهايو. 99-1998ع واري دؤرِ حڪومت ۾ هن اخبار ملڪ جي تڪراري مامرن 'ڪالاباغ ڊئم'، 'ڪارگل معاملي'، 'سي. ٽي. بي. ٽي معاملي' ۽ 'ناٽي واري ناهه' تي چِٽو ۽ ڀرپور موقف رکيو جنهن جي پاداش ۾ تڏهوڪي سرڪار هن اخبار جا اشتهار بند ڪري ڇڏيا، جنهنڪري اخبار ۽ عملي کي ڏکيا ڏينهن ڏسڻا پيا. ان بعد اخبار 8 صفحن بجاءِ 4 صفحن تي ڇپجڻ لڳي ۽ مالي خساري سبب فبروري 2000ع کان هيءَ اخبار ڊمي طور ڇپبي ۽ اڳتي هلي بند ٿي وئي.

آزاد صحافت جو نرالو آواز
جاڳو جاڙيجا، سما سڪ ۾ سُمهو
روزانه جاڳو ڪراچي
A.B.C CERTIFIED
رجسٽرڊ نمبر: 49-733
باني ايڊيٽر: ف-م-لاشاري

**جاڳو پارو (ڪتاب):** هي ڪتاب نوجوان شاعر بيخود بلوچ جو ٻارن لاءِ لکيل شعري مجموعو آهي، ڪتاب ۾ هن ٻارن جي دلچسپي ۽ اصلاح لاءِ مختلف موضوعن کي نظم جي صورت ۾ پيش ڪيو آهي. هي ڪتاب سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ پاران 2010ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو آهي، 72 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب ۾ هر نظم




سان مطابقت رکندڙ اسڪيچ به ڏنا ويا آهن. ڪتاب ۾ ڊاڪٽر فهميده حسين ۽ مقصود گل جا رايا به شامل آهن.

**جاڳوئو:** اُها نوڙي، جيڪا جوڳي فقير مٽي تي ويڙهي گهمندا آهن، جن کي 'سيلهو' به چوندا آهن. جاڳوئو ڏاس مان ٺاهيو ويندو آهي. 'جاڳوئو' ڪاهوڙي جوڳين جي نشاني آهي، جيڪي رات، ڏينهن اندر ۾ الله اوريندا رهندا آهن. ڪنهن شاعر چيو آهي ته:

ڇڏيا جاڳوئن جوڳين،
ڏنئون ڪين ڏڪاءِ.

**جاڳيا جُنگ جوان (ڪتاب):** جيئي سنڌ قومي محاذ جي چيئرمئن بشير خان قريشيءَ جي مختلف تقريرن تي مشتمل هن ڪتاب جا سهيڙيندڙ منصور قادر جوڻيجو ۽ نجم جوڻيجو آهن. هن ڪتاب ۾ بشير خان قريشيءَ جون 10 تقريرون شامل آهن. ان کان سواءِ سينٽرل جيل ڪراچيءَ مان موڪليل هڪ پيغام به شامل آهي. ڪتاب لاءِ پيش لفظ گل محمد جکراڻيءَ جو لکيل آهي، بيڪ ٽائيٽل تي بشير خان قريشي جي تصوير سان گڏ منصور قادر جوڻيجي جون سٽون ڏنل آهن. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو جولاءِ 1989ع ۾ ٻيو ڇاپو جنوري 2010ع ۾ آزادي پبليڪيشن، حيدرآباد پاران شايع ڪيو ويو. ڊيمي سائيز جي ڪچي جلد سان هن ڪتاب ۾ ڪل 147 صفحا آهن ۽ ان جي قيمت 180 روپيا آهي.




**جالنڌر** (Jalandhar): جالنڌر يا جلنڌر، هندستان جي رياست پنجاب جو هڪ قديم شهر آهي. ستين صدي عيسويءَ ۾ هيءَ هڪ راجپوت بادشاهت جي گاديءَ جو هنڌ هو. جالنڌر پنجاب رياست جو ٽيون سڀ کان وڏو شهر ۽ ريل جي اهم جنڪشن آهي. ڀرپاسي جي زرعي علائقن جون شيون هن شهر ۾ خريد ۽ وڪرو ڪيون وينديون آهن. جالنڌر جي ڀرپاسي ڪيترائي ڳوٺ ڏاڪڻي پاسي وڏي ڇانوڻي ڪانسواءِ اوپر ۾ 9 ميل پري هڪ ائير فيلڊ به آهي. شهر جا ٽيرهن ڪاليج گرو نانڪ يونيورسٽي سان ڳنڍيل آهن. ضلعي جالنڌر ستلج درياهه جي اتر ۾ 31396 چورس ڪلوميٽر علائقي تي مشتمل آهي. مڪئي، ڪٽڪ، ووئنڻ، ڪمند ۽ ڇٽا هتان جا اهم فصل آهن.

**جالنڌري، حفيظ:** ناميارو شاعر، پاڪستان جي قومي تراني جو خالق حفيظ جالنڌري 1900ع ۾ جالنڌر ۾ پيدا ٿيو شروعاتي تعليم جالنڌر مان ئي حاصل ڪيائين. ٻي عالمي جنگ واري زماني ۾ پبلسٽي آفيسر مقرر ٿيو پاڪستان جي قيام کان پوءِ پاڪ فوج ۾ 'ڊائريڪٽر جنرل آف مورالز ۽ ڪشمير معاملا' مقرر ٿيو شاعر جي حيثيت ۾ نظم ۽ غزل تي دسترس رکندو هو سنڌس ادبي خدمتن جي اعتراف ۾ حڪومت پاڪستان طرفان کيس 'هلال امتياز' ۽ صدارتي تمغو



تمغو براءِ حسن ڪارڪردگي مليو. سندس ڪتابن ۾ سڀ کان اهم ڪتاب 'شاهنامہ اسلام' آهي، جيڪو چئن ڀاڱن ۾ شايع ٿيو. سندس نظمن، گيتن ۽ غزلن جا مجموعا بہ شايع ٿيا جن ۾: 'تمغہ زار'، 'سوز و ساز'، 'تلغابہ شيرين' ۽ افسانن جو مجموعو 'هفت پيڪر' شامل آهن. پاڪستان جو ترانو بہ سندس لکيل آهي، هن ٻارن لاءِ نظم بہ لکيا.

**جالَنگُ:** ڪپڙي جو اهڙو ٿيلهو جيڪو ڪير ڏيندڙ ٻڪريءَ يا رڍ جي ٿڻن تي چاڙهي ڇڏبو آهي تہ جيئن ٻڪري يا رڍ جو ڪير ٻچڙا ڏائي نہ سگهن.

- ڏاس مان ٺهيل وڏي ٻوري کي بہ جالنگ چوندا آهن، جيڪو وهٽ، ڏاند يا اُٺ جي پُٺن تي رکي خرزين وانگران ۾ سامان پريندا آهن.

**جالوت:** فلسطين جو هڪ پهلوان، جنهن بني اسرائيل کي جنگ لاءِ للڪاريو ۽ حضرت دائود عليہ السلام جي هٿان مارجي ويو هو اهو واقعو حضرت عيسيٰ عليہ السلام کان هڪ هزار سال اڳ جو آهي. انهيءَ زماني ۾ بني اسرائيل تي عمالقہ جو غلبو ٿي ويو هو جن اسرائيلين کان فلسطين جو گهڻو حصو کسي ورتو هو بني اسرائيل تي ان وقت سموئيل نبي حڪومت ڪندو هو جيڪو نهايت پيرسن هو بني اسرائيل جي سردارن اها ضرورت محسوس ڪئي تہ ڪو اهڙو بادشاهہ هجي، جنهن جي قيادت ۾ جنگ ڪري سگهجي پوءِ سموئيل نبي حڪم رباني مطابق طالوت کي سندن بادشاهہ مقرر ڪيو. قرآن مجيد ۾ جالوت جو هن طرح سان ذڪر آيو آهي، پوءِ جڏهن طالوت ۽ ان جا ساٿي درياهہ پار ڪري اڳيان وڌيا ۽ جالوت جي لشڪر سان مقابلو ڪرڻ لڳا. آخرڪار الله جي مدد سان انهن ڪافرن کي ماري ڀڄايو طالوت کي قتل ڪري ڇڏيو". جتي جالوت سان جنگ لڳي، ان هنڌ کي 'غور' چوندا آهن، جيڪو اردن جي هڪ واديءَ ۾ آهي.

**جالينوس (حڪيم):** حڪيم جالينوس 95ع ۾ ڄائو هيءُ يوناني طب جو مشهور حڪيم، طبيب، مصنف، مرض جي تشخيص ۽ جسم جي عضون جي ڄاڻ رکندڙ عالم، جراح ۽ دواساز ٿي گذريو آهي. هيءُ ايشيا ڪوچڪ جي شهر پرگاموٽ ۾ ڄائو سندس والد بہ وڏو داناءُ ۽ صاحب علم شخص هو هن جي ابتدائي تربيت پيءُ کان حاصل ڪئي. جالينوس سترهن ورهين تائين مسلسل تعليم پرائي ۽ هر وقت ڪتابن پڙهڻ ۾ مشغول رهيو. تعليم حاصل ڪرڻ بعد هن مصر ۽ روم تائين وڃي وڏن وڏن طب جي ماهرن کان حڪمت جو علم سکيو ايستائين جو عورتاڻي بيمارين بابت عورت طبيبن کان پڻ ڄاڻ حاصل ڪيائين. سندس خاص خوبي اها هئي تہ هيءُ غريب ماڻهن کان علاج جا پئسا نہ وٺندو هو هن طب مان توهم پرستي ختم ڪرڻ ۽ طب جي موضوعن تي سوا سؤ جي لڳ ڀڳ ڪتاب لکڻ جهڙا ڪارناما سرانجام ڏنا. يوناني طب جي فن ۾ ڪيس يونان جي مڙني طبيبن تي فوقيت حاصل هئي. هن دل تي تحقيق ڪندي معلوم ڪيو تہ دل جو ڪاٻو پاسو ساڄي پاسي کان وڌيڪ عرصو زنده رهي ٿو هن جانورن ۽ انساني جسمن جا ڪيترائي ڪامياب آپريشن بہ ڪيا. هن جو يوناني طب جي سلسلي ۾ خاص مرڪب 'جوارش مرڪب' مشهور آهي. ان کان علاوه بہ هن ڪيترا مرڪب تيار ڪيا. پاڻ 70 سالن جي ڄمار ۾ 165ع ڌاري روم ۾ وفات ڪيائين، سندس وفات کان پوءِ سندس ڪتاب عربيءَ ٻوليءَ ۾ ترجمو ٿي شايع ٿيا.

**جامُ:** پيئڻ جو ٿانءُ، پيالو هيءُ فارسي ٻوليءَ جو اصطلاح آهي، جنهن جو مفهوم آهي اهو ٿانءُ جنهن ۾ شربت، خاص ڪري شراب پيئجي.

فارسي ۽ اردو شاعريءَ ۽ ان جي اثر ۾ ڪيل سنڌي شاعريءَ ۾ بہ ساقي، ساغر، مينا سان گڏ 'جام' جو گهڻو ذڪر ملي ٿو شاهہ لطيف بہ اهو لفظ ڪن بيتن ۾ استعمال ڪيو آهي:

وحدہٗ لاشريڪ لہٗ، ايءُ وهائج ويءُ،
ڪٿين جي هارائين، هَنڌ تنهنجَو هِيءُ،
پاڻان چوندءِ پِيءُ، پِري جام جنت جو.
(يمن ڪلياڻ)

**جامع الڪلام في منافع الانام** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ٻارهين صدي هجريءَ ۾ ٺٽي جي عالمن جي وچ ۾ ٿيل عربي ۽ فارسي ٻولين ۾ خط و ڪتابت تي ٻڌل ڪتاب آهي. ڪتاب جو محقق ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ آهي، جنهن شيخ عبدالله بن محمد السندي جي تصنيف ڪيل هن ڪتاب کي سلوٽي سنڌيءَ ۾ آٿي وقت جي وڏن عالمن ۽ مشائخن جي وچ ۾ ٿيل خيالن جي ڏي وٺ کي اهل علم آڏو آٿي، تحقيق جا نوان باب کوليا آهن. ڪتاب جو مهاڳ ۽ مقدمو ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جو لکيل آهي. سنڌي ادبي بورڊ پاران 2006ع ۾ ڇپايل هن ڪتاب جا 170 صفحا آهن. ڪچي جلد سان ڊيمي سائيزواري هن ڪتاب جي قيمت 200 روپيا آهي.




**جامع سنڌي لغات:** سنڌي زبان ۾ پهرين 'جامع سنڌي لغات' جي تياريءَ لاءِ سنڌ سرڪار جي 'سنڌي ساهتيہ مرڪزي صلاحڪار بورڊ' 1940ع ۾ تيار ڪرڻ جو ڪم عالمن جي هڪ ڪاميٽيءَ جي حوالي ڪيو ويو هو جن ۾ علامہ دائودپوٽہ پيرو مل مهرچند آڏواڻي، هرومل سدارنگاڻي ۽ ٻيا شامل هئا، پر ڪن سبب ڪري هڪ وڏي عرصي تائين ان جو مسودو فقط پهرين چئن اکرن (ا ب ٻ ۽ ڀ تائين) محدود رهجي ويو 1951ع ۾ سنڌ سرڪار طرفان بورڊ جي نئين تشڪيل سنڌي ادبي بورڊ جي نالي سان ٿي تہ جامع سنڌي لغات ٽن سالن اندر تيار ڪرڻ جو ڪم ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي حوالي ڪيو ويو جنهن تي هن جي. ايم. سيد جي همت افزائيءَ سان شروعات ڪري ڇڏي هئي. ڊسمبر 1951ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ جامع سنڌي لغات جي تياريءَ لاءِ مرڪزي آفيس قائم ٿي، ۽ ٽن سالن جي مختصر عرصي اندر (ڊسمبر 1954ع تائين) ڊاڪٽر صاحب سوين ڪارڪنن ۽ عالمن جي مدد سان لغت جو مسودو تيار ڪري ورتو انهن عالمن ۽ اديبن ۾ ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو محمد بخش واصف، رشيد احمد لاشاري، رائچند رائوڙ، سيد سردار علي شاهہ، ولي محمد طاهرزادو،



محمد سومار شيخ، ڊاڪٽر غلام علي الانا، محمد يعقوب ميمڻ، امداد حسيني، ممتاز مرزا، شيخ محمد اسماعيل ۽ ٻيا شامل هئا. محمد ابراهيم جويي جو سنڌي ادبي بورڊ جي سيڪريٽريءَ جي حيثيت ۾ به هن ڪم ۾ وڏو ڪردار آهي. 1957ع تائين اها لغت ڇپجي نه سگهي. ان وچ ۾ ان ۾ ڪافي واڌارا ڪيا ويا. ۽ نومبر 1958ع ۾ لغت جي ڇپائيءَ جو مرحلو شروع ٿيو. جامع سنڌي لغات جو پهريون جلد (ا، ب، ٻ) ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي ترتيب ۽ نگرانيءَ ۾ 1960ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ 4000 ڪاپيون ڇپيون. لغات جو ٻيو جلد (پ کان ج تائين) به ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي ترتيب ۽ علامه غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي جي نظرثانيءَ سان 1981ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. هن لغات جو ٽيون جلد ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جو ترتيب ڏنل 1984ع ۾ ڇپيو. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جوئي ترتيب ڏنل چوٿون جلد علامه غلام مصطفيٰ قاسميءَ جي نظرثانيءَ سان 1984ع ۾ ڇپيو. جڏهن ته هن لغات جو پنجون جلد ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي نگرانيءَ ۾ تيار ٿي، 1988ع ۾ ڇپيو. اهڙي طرح 1951ع کان وٺي جامع سنڌي لغات جا پنج جلد 1988ع تائين ڇپجي پڌرا ٿيا. هي پنج ئي جلد 3088 صفحن تي مشتمل هئا، جن جي جملي قيمت 330 روپيا هئي.

جامع سنڌي لغات جي پنجن جلدن جو ٻيو ڇاپو به سنڌي ادبي بورڊ 2007ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو جنهن ۾ جملي 2317 صفحا هئا ۽ پنجن ئي جلدن جي قيمت -/1650 روپيا رکي وئي.




جامع سنڌي لغات جو ٽيون سڌاريل ڇاپو (جنهن ۾ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ چواڻي: اڳين ڇاپن جون 90 سيڪڙو غلطيون درست ڪيون ويون آهن)، ٽن جلدن ۾، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ ترتيبوار 2004ع، 2005ع ۽ 2007ع ۾ ڇپيو. پهريون جلد الف کان ج تائين، ٻيو جلد چ کان ڪ تائين، ۽ ٽيون جلد ک کان ي تائين اکرن تي مشتمل آهي. هنن ٽنهي جلدن جا جملي صفحا 2061 ٿين ٿا ۽ ٽنهي جلدن جي گڏيل قيمت -/1200 روپيا آهي.

**جامع فرخ مسجد:** ارغونن جي دؤر ۾ جيڪي مسجدون ٺهيون، انهن ۾ سڀ کان خوبصورت ۽ عاليشان مسجد جامع فرخ هئي، جيڪا هڪ ارغون امير ميرزا فرخ ٺهرائي هئي، جو شاهه بيگ ارغون جي ڀاءُ احمد بيگ جو پٽ ۽ شاهه حسن جو سؤٽ هو. مسجد 938هه/1531ع ۾ ٺهي. عيسيٰ ترخان جي وقت ۾ 963هه/1555ع ۾، گوا جي عيسائين ٺٽي ۾ مسلمانن جو ڪوس ڪيو هو. اهو ان وقت جو وڏو واقعو هو. اهو ظلم جمعي ڏينهن ٿيو هو جنهن ڏينهن وڏي تعداد ۾ مسلمان مسجدن ۾ نماز لاءِ جمع ٿيا هئا ۽ مٿن حملو ٿيو. انهي جامع فرخ تي به حملو ٿيو ۽ سمورا نمازي مسجد ۾ شهيد ٿي ويا. هن مسجد جا شهيد، مسجد جي ٻاهران اترين ديوار سان لڳ هڪ هنڌ دفن ڪيا ويا ۽ ٺٽي جي پنجن 'گنج شهيدن' مان وڏي ۾ وڏو 'گنج شهيدان' اهو ٿيو جنهن لاءِ مير قانع جي روايت آهي ته ٽيرهن سؤ کان وڌيڪ شهيد منجهس دفن ٿيا ۽ شيخ اعظم جو چوڻ آهي ته ٻه هزار شهيد مدفون آهن. هي مسجد تحفة الڪرام لکڻ وقت (1181هه/1767ع) ۽ شيخ اعظم جي تاليف 'تحفة الطاهرين' (1190هه/1776ع) وقت قائم هئي.

**جامع مسجد:** اها مسجد جنهن ۾ جمعي جي نماز ٿئي. جامع مسجدن ۾ وڌ کان وڌ وسعت جو خيال رکيو ويندو آهي ته جيئن جمعي، جمعة الوداع ۽ عيدن تي ان ۾ وڌ ۾ وڌ نمازي شريڪ ٿي سگهن. دنيا جي سڀ کان پهرين جامع مسجد مديني جي ويجهو مسجد قبا آهي، جتي رسول الله صلي الله عليه وسلم مڪي کان هجرت کان پوءِ پهريون ڀيرو جمعي جي نماز ادا ڪئي هئي.

**جامع مسجد / اڪبري مسجد:** روهڙيءَ ۾ هي مسجد موءِ (وار) مبارڪ واري درگاهه جي پرسان آهي. هيءَ مسجد بکر جي مغل گورنر نواب فتح خان، 992هه/ 1584ع ۾ جوڙائي. هن مسجد کي ٽي گنبذ آهن ۽ ان ۾ ڪاشيءَ



مسجد اڪبري روهڙي

جو ڪافي سٺو ڪم ٿيل آهي. 1320هه/ 1902ع ۾ هن مسجد جي مرمت ڪرائي وئي هئي.

**جامع مسجد ابوبڪر ماڇي:** هيءَ جامع مسجد ڪلهوڙن جي دور جي اهم يادگار مسجدن مان هڪ آهي، جيڪا گنبت تعلقي جي ڳوٺ فقير محمد ماڇيءَ جي رهواسي فقير ابوبڪر ماڇيءَ، ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جي زماني ۾ ٺهرائي. مسجد لاءِ روايت آهي ته فقير ابوبڪر ماڇيءَ جو پٽ فقير عثمان ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جي دور ۾ پنهنجي علائقي جو منصبدار هو ۽ حڪومت طرفان ڪيس ڍل جي وصوليءَ جي ذميواري سونپيل هئي. ڪنهن ڪوتاهيءَ تي ميان غلام شاهه کي پاراتو ڏنائين. خبر پوڻ تي ميان غلام شاهه وٽس هلي آيو ۽ اهل الله بزرگ کي راضي ڪيائين ۽ فقير جي اسرار تي جاٿايل مسجد جوڙائي ڏيڻ سميت ڳوٺ پرسان ناري درياهه جي ٻوڏ کان بچڻ لاءِ هڪ هزار جريب ايراضيءَ تي محيط قلعو به جوڙائي ڏنائين، جنهن جا آثار اڄ به موجود آهن. ماڇي ڪنهن وقت ڪلهوڙن جا فقير هئا. جڏهن نادر شاهه سنڌ تي چڙهائي ڪئي هئي ته ماڇين ساڻس نوشهري ۾ مزاحمت ڪئي هئي. هيءَ مسجد هينئر به آباد آهي ۽ سالم حالت ۾ موجود آهي. مسجد جي طرز تعمير پڻ ڪلهوڙن جي فن تعمير جي نشاندهي ڪري ٿي.

چوڪنڊي طرز جي ٺهيل هن مسجد تي اڃو گنبذ آهي ۽ چئني طرفن کان محراب نما دريون ٺهيل آهن. مسجد جي اڳياڙي پانيلن تي ٻيلل آهي، جنهن تي محراب نما ونگ ٺهيل آهي، جنهن تي 3 دريون آهن، جن مان وچ واري وڏي ۽ پاسن واريون ننڍيون آهن. مسجد جي ڪانس تي چوڏاري ڪنگريون نصب ٿيل آهن. مهاڙيءَ ۾ پانيلن جي مٿان ٻه نيلون لڳل آهن. مسجد جو گنبذ گول آهي، جنهن تي نصب ٿيل ڪنول جي ابتي گل تي پڻ نيل نصب ٿيل آهي. مسجد ڪي ٻاهرئين طرف کان ونگاوان دروازا آهن، جن تي پڻ ٻه ٻه محرابي دريون ٺهيل آهن.

**جامع مسجد ٺٽو:** هيءَ مسجد ٺٽي شهر جي مشهور مسجد آهي. هن مسجد جو ڪم مير ابوالبقا امير خان ولد نواب ابوالقاسم نمڪين بڪريءَ مغل شاهجهان جي حڪم سان 1054ع هجري مطابق 1644ع ۾ شروع ڪرايو. هي مسجد چئن پاسن کان ڍڪيل آهي، وچ وارو حصو کليل آهي. ان



جامع مسجد ٺٽو

جو صحن ڪافي ڪشادو آهي. مسجد جي ايراضي 170x305 فوٽ آهي، جنهن جي اوپر پاسي کان وچ تي هڪ وڏو محرابي دروازو ٺهيل آهي. مکيه دروازي جي اتر ۽ ڏکڻ ۾ ٻه ننڍا دروازا آهن. مسجد جو مرڪزي محراب ۽ ان جي سامهون اوڀر پاسي وارو محراب ڏاڍا شاندار آهن. جن تي قرآني آيتن جي خطاطي ٿيل آهي. هن مسجد تي ان وقت جا نو لک روپيا خرچ آيو هو. الهندي پٽ تي هيٺيون ڪتبو اڪريل آهي، جيڪو مير ابوالبقا جي وقت جو آهي:

نديده چشم فلک مسجدي بدين خوبي
ک آ مدند ملايک بر اي ديدن فيض
بجستم از خرد و عقل سال تعمير ش
بديد کرد اشارات ک 'هست معدن فيض'
1054 ھ/1644ع

اوڀارين حصي واري وچين دروازي جي اندرئين ڪناري تي ٽن پاسن کان هيٺيون ڪتبو پٿر جي ٽن ٽڪرن تي موجود آهي.

بادشاھ زمانہ شاهجهان
جامع تتہ دلڪشا پر داخت
سال تعمير آن دبير خرد
'فرش مطبوع و دلڪشا' پرداخت
1068ھ/1657ع

هي ڪتبو عبدالله حسيني ڪاتب جو لکيل آهي ۽ ان مان 1068ھ/ 1657ع ۾ فرش هٽائڻ جو سال معلوم ٿئي ٿو جيڪو وزير مير سيد جلال رضوي هٽايو هو.

اهو سال شاهجهان جو آخري سال هو ان کان پوءِ اورنگزيب کيس قيد ڪيو. مٿيون ڪتبو فرش ٺهڻ بابت آهي.

اوڀارئين ڇت واري حصي جي ٻاهرئين دروازي جي مهاڙيءَ تي ٽن طرفن کان خط ثلث ۾ هي ڪتبو لکيل آهي.

تبارک الذي نزل الفرقان... انه غفور الرحيم.

هن مهاڙيءَ واري ڪتبي جي ڪاهي سڄي پاسي زرد پٿر تي هي ڪتبو آهي:

چون ز صاحب قران شاهجهان
يافت ترتيب مسجد اعليٰ
هاتفم گفت سال اتمامش
'گشت زيبا جو مسجد اقصيٰ'
1057ھ

سڄي مسجد پنهنجي تاريخ پاڻ ٻڌائي ٿي. هينري ڪزنس لکي ٿو ته هي موکرن بنيادن واري سرن جي تعمير آهي، جنهن جا بنياد ۽ ونگن جي وچ وارا چوراسا ٺلهه مضبوط پٿر جا آهن. اها وڏي چوڪنڊي شڪل جي نماز جي جاءِ آهي، جيڪا خاص طور اولهه وارو پاسو والاري ٿي. اتر ڏکڻ ۾ دالان آهن، جيڪي وڏي صحن سان وچي ملن ٿا. جن جي 164x97 فوٽ ماپ آهي. سڄي جڳهه 170x305 فوٽ آهي. مهاڙي کان سواءِ ٻيو سڄو پاسو چن جي ليپي سان اڇو ٿيل آهي.

هن مسجد جي ٽالپرن جي پهرين چوياريءَ جي دور ۾ مرمت ٿي هئي، مير مائل ٺٽويءَ جي ديوان مان خبر پوي ٿي ته مسجد جي مرمت ٽالپري عهد ۾ مير مراد علي خان 1227ھ/1812ع ۾ ڪرائي. ان بعد انگريزن جي دور ۾ مسجد جي ٻه دفعا مرمت ٿي.

مسجد جو اوڀاريون ڇت وارو حصو امير خاني محلي سان لڳي ٿو. انهيءَ حصي ۾ ڏکڻ توڙي اتر ۾ صحن کليل آهي. ٻنهي صحنن جي ٻاهرين ديوار ۾ هڪ هڪ ننڍو دروازو آهي، جيڪو اميرخاني محلي جي گهٽيءَ ۾ کلي ٿو انهن ٻنهي صحنن جي پاسي ۾ ٽي ٽي ڪمرا آهن. جيڪي شايد ڇوڪرين جي درس لاءِ هئا. اهو اوڀارئين، سمورو حصو پنهنجي نوعيت، ساخت، ۽ ماحول سبب معلوم ٿئي ٿو ته مسجد جو زنانو حصو هو. مسجد جي اوڀارئين حصي جي ٻاهرين ديوار سان لڳ پير ڇتي جي مزار آهي. مسجد جي اولهه ۽ ڏکڻ جي ڪنڊ ۾، مسجد کان چار پنج سؤ ڪن قدمن تي مخدوم ابوالقاسم نقشبنديءَ جون جايون هيون.

هن سڄيءَ مسجد تي ايراني فن عمارت سازيءَ جو گهڻو اثر آهي. مسجد جي اندر ڪاشيءَ جو اعليٰ ڪم ٿيل آهي. ڪيترين ڊزائينون ٺهيل آهن، جن جو ميلاپ حيرت انگيز آهي. مکيه وڏي گنبذ جي نقش نگار واريون ليڪون ائين ڏسڻ ۾ ٿيون اچن، جيئن اهي هيٺان ٻيلل ماڻهوءَ کي ڏسڻ ۾ اينديون آهن. جهڙي قسم جي ڪم جو جڙاءُ آهي ۽ جهڙي نموني رنگن جو ميل رکيل آهي، ائين ٿو لڳي ڄڻ قبي ۾ ستارا ٽاڪيا ويا آهن. (ڪزنس). اندر ٽي گنبذ اهم آهن. هونئن ڪل 92 گنبذ آهن. آواز جو سلسلو

اهڙو آهي، جو ڪٿي به خطبو ڏيڻ ۾ اچي يا قرآت ڪئي وڃي، ڪنهن لائوڊ اسپيڪر جي ضرورت نہ آهي. آواز هر هنڌ هڪ جهڙو پهچيو وڃي.

قيام پاڪستان کان پوءِ مرمت دوران مسجد جي آس پاس وارين پراڻين اڏاوتن کي مسمار ڪري، ان کي ٽن پاسن (اوڀر، اتر، ڏکڻ) سان خوبصورت ڪيو ويو آهي.

**جامع مسجد ٺٽي جي درسگاهہ:** هي مدرسو مسجد ولي نعمت ٺٽي ۾ قائم هو. جيڪا سمن جي ٺهرايل هئي ۽ ان وقت جامع مسجد جي حيثيت رکندي هئي. هاڻوڪي مشهور جامع مسجد مغلن جي دؤر جي ٺهرايل آهي. سيد محمد حسين ولد احمد بن سيد محمد عرف ميران محمد جي ڄمڻ جي بشارت شيخ عيسيٰ لنگوٽي ڏني هئي، ان جي ولادت 831هہ/ 1427ع ۾ ٿي هئي، جيڪو ڄام فتح خان بن ڄام سڪندر خان سمي جي دؤر ۾ ڄائو هو. هن ديني توڙي دنيوي علم ۽ فن شيخ عيسيٰ کان حاصل ڪيا ۽ سندس مريد ٿيو. ڪيترا مشائخ سيد محمد حسين جي شاگرديءَ ۽ مريديءَ جي لاڳاپي تي فخر ڪندا هئا. گهڻو ڪري ظاهري شريعت جي پابنديءَ بابت شاگردن ۽ طالبن کي وعظ ڪرڻ ۾ وقت گذاريندو هو. شيخ بهاؤ الدين ملتانيءَ جو پوٽو شيخ صدرالدين ٺٽي ۾ سندس زيارت لاءِ آيو تہ ڪيس جامع مسجد (جيڪا هاڻي مسجد ولي نعمت جي نالي سان مشهور آهي ۽ اصل ۾ سمن بادشاهن جي ٺهرايل آهي)، ۾ پنهنجن طالبن ۽ مريدن کي درس تدريس ۾ مشغول ڏٺائين. هن 893هہ/ 1488ع ۾ وفات ڪئي ۽ مڪليءَ تي سندس مزار آهي.

**جامع مسجد پير ذاڪري:** ڳوٺ پير ذاڪري تعلقي سڪرنڊ ۾ جامع مسجد موجود آهي، جيڪا جامع مسجد پير ذاڪري سڏجي ٿي. هن مسجد جي رٿا، نقشو ۽ ڊزائين پير سائين محمد شاهہ ذاڪريءَ پاڻ ويهي تيار ڪرائي ۽ پنهنجي دور جي تعمير جو نادر نمونو آهي. مسجد جي مهاڙي ۾ ٽي دروازا پاڻيلن سان ڪاشي سان سينگاريل نوڪي ونگن سان ٺهيل آهن، وچون دروازو پاسي وارن دروازن کان وڏو آهي. هن مسجد جي ڇت تي



جامع مسجد پير ذاڪري

هڪجيترا 6 گنبذ آهن ۽ هر گنبذ ۾ چار چار ڳڙکيون ٺهيل آهن، جنهنڪري مسجد گرميءَ جي موسم ۾ بہ هوادار هوندي آهي، گنبذن جي وچ تي هيٺئين پاسي البازار ٺهيل آهي، جنهن ۾ وظيفن ۽ چلہ ڪشيءَ لاءِ جايون جڙيل آهن. مسجد جي آخري مٿين منزل تي چڙهڻ لاءِ پاسي کان ڏاڪڻ بہ ٺهيل آهي. هن مسجد کي 6 مينار آهن، جن مان چار وڏا ڇٽن ڪنڊن تي ۽ بہ ننڍا مسجد جي مهاڙيءَ ۾ ٺهيل آهن. هن مسجد تعمير ڪرڻ وارن رازن جو اڳواڻ غلام نبي هو هيءَ مسجد 1930ع ۾ ٽن سالن جي عرصي ۾ جڙي راس ٿي. مسجد جي صحن جي هڪ پاسي خوبصورت وضو خانو ٺهيل آهي. ان کانسواءِ اذان ڏيڻ جي جاءِ بہ انهيءَ طرف آهي. هن مسجد تي ڪاشيءَ جو انتهائي خوبصورت ۽ ديده زيب ڪم ٿيل آهي. هي مسجد 45 فوٽ ويڪري ۽ 66 فوٽ ڊگهي آهي. جڏهن تہ مسجد جي اڳو 67x75 فوٽن جو وڏو ٿلهو ٺهيل آهي، جيڪو مختلف مذهبي اجتماعن ۾ استعمال ٿيندو آهي.

**جامع مسجد خدا آباد:** ميان يار محمد ڪلهوڙي جي ٺهرايل هيءَ مسجد هڪ ٿلهي تي ٺهيل آهي، جيڪو زمين کان اٺ فوٽ اوچو آهي. ٿلهو ڊيگهہ ۾ 92 فوٽ ۽ ويڪر ۾ 85 فوٽ آهي. مسجد ٽن ڀاڱن ۾ ورهايل



جامع مسجد خداآباد جو پٺيون ڏيک

آهي. پهرئين ڀاڱي ۾ ٽي قبا ڏسڻ ۾ اچن ٿا. اندران ڪاشيءَ جون سرون ڪتب آندل آهن. ڪاشيءَ جي مٿان گلڪاري ۽ چٽساليءَ جو ڪم ٿيل آهي. مسجد جون پٽيون ست فوٽ کن ويڪريون ٿينديون. وچون قبو 21 فوٽ ڊگهو ۽ 20 فوٽ ويڪرو آهي. باقي بہ قبا 20x20 فوٽن جا آهن. قبن جون پٽيون 11 فوٽ ويڪريون آهن. قبن جي اندران البزاريون نڪتل آهن، جن جي اندر خلاصو ماڻهو چوڏاري گهمي ڦري سگهي ٿو. ٻيو ڀاڱو ايوان بنا ڇت جي 25 فوٽ ويڪرو ۽ 83 فوٽ ڊگهو وراندو نموني ٺهيل آهي، ان جون پٽيون 11 فوٽ ويڪريون ٺهيل آهن. ٽي دروازا آهن، جن تي ڪنول جي گل جي گلڪاري ٿيل آهي. هن ۾ ٽن قسمن جون ڪاشيءَ جون سرون، سادا 8 انچ اچيون، نيريون ۽ سائي رنگ جون استعمال ٿيل آهن، جن کي هڪ پاسي ليپو ڏنل آهي ۽ پاسي پر لڳل آهن. ان کان سواءِ ٻيون چونڪيءَ جون سرون ٽڪر ٽڪر ڳنڍي پوءِ ڪور ڪري ٻيهاريل آهن. بهترين نقاشي ٿيل آهي.

**ٽيون ڀاڱو:** مسجد جو وڏو ۽ ڪشادو ميدان، جنهن تي اٽڪل ڏيڍ هزار جماعتي نماز پڙهي سگهن ٿا، ان جي ڊيگهہ 90 فوٽ ۽ ويڪر بہ 90 فوٽ آهي. دروازو ڪشادو، مٿي چڙهڻ لاءِ زمين کان 10 ڏاڪا آهن. دروازو 8 فوٽ ڊگهو ۽ سادا پنج فوٽ ويڪرو ڪاٺ جو ٺهيل آهي. هي جامع مسجد ميان يارمحمد ڪلهوڙي خداآباد تخت گاهہ ڪرڻ کان پوءِ ترت ٺهرائي. هن وقت مسجد جون سرون هنڌان هنڌان اکڙيل آهن. وچون قبو ڏار ڏار ٿي پيو آهي. هي مسجد محڪمہ قديم آثار پاڪستان جي سنڀال هيٺ آهي. هاڻي هن مسجد جي مرمت ثقافت کاتو سنڌ ڪرائي رهيو آهي.

**جامع مسجد دهلي**: اسلامي طرز تعمير جي هيءَ شاهڪار مسجد مغل بادشاهه شاهجهان 1650ع ڌاري پراڻي دهليءَ ۾ جوڙائي، جيڪا هينئر انڊيا جي ٻيو نمبر پراڻي تاريخي مسجد شمار ڪئي ويجي ٿي. هن مسجد تي پهرين 'مسجد جهان نما' نالو رکيو ويو، جيڪا بعد ۾ جامع مسجد سڏجڻ ۾ آئي. هن مسجد ۾ هڪ ئي وقت 25000 نمازين لاءِ گنجائش موجود آهي. هن مسجد ۾ خاص ڪري جمعي ڏينهن ماڻهن جو وڏو تعداد جمعي جي نماز ادا ڪرڻ ايندو آهي، باقي سياحن لاءِ هيءَ مسجد هر وقت کليل هوندي آهي. مسجد جي اترئين دروازي وٽان ننڍيون ڪوٺيون ٺهيل


جامع مسجد دهلي

آهن، جن ۾ قاڙهي جي کل تي تحرير ٿيل قرآن شريف به رکيل آهي. مسجد مغل طرز تعمير جو نادر نمونو آهي، هن مسجد جي تعمير ۾ 5000 مزدورن حصو ورتو ۽ ڇهن سالن اندر 6 آڪٽوبر 1650ع تي مڪمل ٿي. مسجد جي تعمير تي ان زماني ۾ 10 لک روپيا خرچ آيو هو. مسجد جي جملي ڊيگهه 261 فٽ (80 ميٽر) ۽ ويڪر 90 فٽ (27 ميٽر) آهي. مسجد جا گنبذ ڪاري ۽ اڇسري ماربل جا تعمير ٿيل آهن، جن جي مٿئين حصي تي سون جون نيلون لڳل آهن. مسجد جي مڪيه ڪنڊن تي مهاڙيءَ وٽ ٻنهي پاسن کان 130 فٽ (41 ميٽر) ويڪرا ۽ ڊگها مينار کڙا ٿيل آهن، جن ۾ ڪل 130 ڏاڪا آهن. هي مينار ڳاڙهين سرن ۽ ماربل جا ٺهيل آهن، جن جي مٿئين چيڙي تي سفيد گنبذ نما برجيون ٺهيل آهن. مسجد جي نمازي حجري جو دروازو محراب نما پانيلن تي ٺهيل آهي، جنهن تي خوبصورت نقاشي ٿيل آهي. دروازي جي ٻنهي پاسن ۾ پنج پنج محراب نما دروازا آهن، جيڪي پانيلن تي بيٺل آهن. انهن ۾ پاسن وارا دروازا چار فٽ اوچا ۽ 2.5 فٽ ويڪرا آهن. عبادت واري مڪيه دروازي تي 'The Guide' جا لفظ اڪريل آهن. مسجد جي ٻنهي پاسن کان گئلريون آهن، جن ۾ به محراب نما دريون آهن ۽ اچڻ وڃڻ لاءِ غلام گردش (ورانڊا) به ڏنل آهي. گئلريون ڇت سان ڍڪيل آهن، مسجد کي اتر ڏکڻ ۽ اوڀر ۾ ٽي دروازا آهن، جن تي سنگ مرمر جون ڏاڪڻيون ٺهيل آهن. مسجد جي اترئين طرف واري دروازي ۾ 39 ڏاڪا، ڏاکڻين دروازي ۾ 33 ۽ ايرندي دروازي ۾، جيڪو ٽنهي دروازن جو مڪيه لنگهه آهي، 35 ڏاڪا آهن. دروازن جون ڏاڪڻيون مسجد کان ٻاهر قائم بازار ۽ دڪانن ڏانهن وڃڻ ۽ مسجد ۾ داخل ٿيڻ جا رستا آهن. هر روز شام جي وقت ايرندي دروازي کان پکين ۽ ٻين شين جي بازار لڳندي آهي، جتي وڏي رش متل هوندي آهي. مسجد جي ايرندي لنگهه وٽ گئلرين ۽ نمازي حجري واري حصي جي وچ تي وڏو اڱڻ آهي، جنهن تي فرش بندي ٿيل آهي، ڪارسرو اڇو ماربل استعمال ڪيو ويو آهي. نمازين لاءِ ڪاري ماربل سان صف بنديءَ جا 899 نشان ڪڍيل آهن ته جيئن نماز وقت سڌيون صفون ٻڌي نماز ادا ڪري سگهجي. انهن نشانن جي ويڪر $1\frac{1}{2}$ فٽ آهي. مسجد جي الهندي پاسي ۾ ڳرا پٿر رکيل آهن، جيڪي مسجد جي پشت جي حفاظت لاءِ نصب ڪيل آهن.

مغل بادشاهه شاهجهان پاران دهلي، آگري، اجمير شريف، لاهور ٺٽي وغيره ۾ جوڙايل مسجدن مان هيءَ مسجد ٻئي نمبر تي وڏي ۽ خوبصورت هئڻ سان گڏ فن تعمير جو اعليٰ شاهڪار آهي.شاهجهان جي پٽ اورنگزيب 1673ع ڌاري لاهور ۾ بادشاهي مسجد به هن مسجد جي طرز تي ٺهرائي هئي. ايترو طويل عرصو گذرڻ باوجود هن مسجد جي خوبصورتي جيئن جو تيئن قائم آهي ۽ اڪثر سياحت لاءِ ايندڙن جو مرڪز رهي ٿي. مسجد جي حڪومت پاران پڻ بهتر سار سنڀال ٿيندي آهي. مسجد ۾ ٻه اڻ وڻندڙ واقعا پڻ پيش اچي چڪا آهن: 14 اپريل 2006ع تي خودڪش بمبار دهشتگردن پاران بم ڦاٽڻ سبب 30 ماڻهو اجل جو شڪار بنيا. ان واقعي وقت مسجد اندر تقريباً هڪ هزار نمازي جمعي جي نماز ادا ڪرڻ لاءِ موجود هئا ۽ خودڪش حملي وقت عيد ميلاد النبيءَ جو ڏهاڙو به هو. هن ناخوشگوار واقعي پيش اچڻ باوجود مسجد جي عمارت هر طرح سان محفوظ رهي.(2) دهشتگرديءَ جو واقعو 15 سيپٽمبر 2010ع تي ٿيو، جنهن ۾ دهشتگردن مسجد جي ٽئين نمبر دروازي وٽان سرعام فائرنگ ڪئي.

تاريخي لحاظ کان هن مسجد کي هندستان اندر اهم قديم آثارن ۾ شمار ڪيو ويجي ٿو.

**جامع مسجد ڏاڏڙي**: هيءَ مسجد ڳوٺ ڏاڏڙي ۾ حاجي ڪريم ڏني اوستي 1883ع ۾ ٺهرائي هئي، جنهن جي ماپ ۽ پڪيڙ ناوڙا واري مسجد جهڙي آهي. مسجد کي سنه 1940ع ۾ اوقاف کاتي وارن پنهنجي تحويل ۾ ورتو آهي. مرمت نه ٿيڻ سبب مسجد جي حالت زبون ٿي چڪي آهي ۽ هي خوبصورت مسجد تباهه ٿيڻ تي اچي پهتي آهي.

**جامع مسجد ڳوٺ آدم خان پنهور**: هي مسجد 1890ع ۾ مير آدم خان پنهور مرحوم جي ڏاڏي حامد خان پنهور تعمير ڪرائي، جنهن جي ڇت ٽن قبن تي مشتمل آهي. وچيون وڏو ۽ پاسن کان ٻه ننڍا قبا آهن. ان کان سواءِ مسجد تي ٻه وڏا ۽ خوبصورت مينار ٺهيل آهن. اڳيان وڏو ورانڊو جڙيل آهي. ورانڊي مٿان خوبصورت محراب نموني جڙاءَ جو ڪم ٿيل آهي. مڪيه دروازي تي سنجهڻ سان هڪ خوبصورت قبو پڻ ٺهيل آهي. هن مسجد ۾ پاڪستان جون وڏيون وڏيون شخصيتون نماز پڙهي چڪيون آهن، جن ۾: وڏو پير پاڳارو، مير جعفر خان جمالي، شهيد نواب غوث بخش خان رئيساڻي وغيره شامل آهن، جيڪي مير آدم خان مرحوم جي دوستيءَ سبب هتي ايندا هئا.

**جامع مسجد مٽياري**: هي عاليشان مسجد جراڙ پوٽا محلي ۽ باقيل پوٽا محلي جي سنگم تي شاهي بازار ۾ واقع آهي. مسجد ۾ داخل ٿيڻ لاءِ ٻه دروازا آهن. مڪيه دروازو اتر اوڀر ڪنڊ تي آهي. گهٽيءَ جي سطح کان ٿورو مٿيرو اڳيان ڪمري نما جاءِ وانگر آهي، جنهن جي مٿان گنبذ آهي.

گنبذ جي مٿان ڪوٽيءَ جو ابتو گل، ان جي مٿان ڪلسو ڏنل آهي. ٻاهريون دروازو ويڪر ۾ 3 ميٽر، دروازي جي ونگ 1.20 ميٽر آهي. مسجد جو ٻيو دروازو ڪجهه ننڍي اڏاوت سان ڏکڻ اوڀر ڪنڊ وٽ آهي، جيڪو شهر جي هڪ مصروف بازار ۾ کلي ٿو. مسجد جي اوڀر ۾ ڪشادو ميدان آهي، جيڪو خوبصورت ٽائيلن سان ڍڪيل آهي.


جامع مسجد مٽياري

مسجد جي مهاڙي پنج ڪُٽي آهي، هر ڪُڊ جي مٿان گنبذ واري ڇت آهي، اندر نمازي حجرو پنجن ڪٽن (Bays)۾ ورهايل آهي. وچون ڪٽو سيني ۾ وڏو آهي. نمازي حجري جي ڪل ماپ 40. 26 ميٽر، جڏهن ته ويڪر 50. 5 ميٽر آهي. وچين ڪڊ جي ماپ 10. 5 ميٽر ۽ ويڪر 50. 5 ميٽر آهي ۽ وچين ڪڊ ۾ محراب لڳل آهي. محراب جو وڌاوڙو ٻاهر نڪتل نه آهي. وچين ڪڊ جي دروازي جي دنگ جي ماپ 50. 1 ميٽر، دروازو ڪاٺ جو اڪر سان 50. 1 ميٽر ماپ جو آهي، محراب جي ويڪر 20. 1 ميٽر، اوچائي 03. 3 ۽ محراب جي اونهائي 06. 1 ميٽر آهي، وچين ڪڊ ۾ ممبر به ٺهيل آهي، جنهن کي ٽي ڏاڪا آهن. هرهڪ ڪڊ کي اولهه ۾ جارو (Nitche) ڏنل آهي ۽ هر ڪڊ کي ٻاهر صحن ۾ کلڻ لاءِ دروازو ڏنل آهي. اتر ۽ ڏکڻ ۾ خصي ونگ سان جارو ملي ٿو جيڪو اندر آهي. نمازي حجرو مستطيل آهي. وڏو لنگهه وارو دروازو وچين ڪڊ ۾ اندر ڇٽن سان آهي. اهي ڇٽ مٿي گنبذ ڏي هليا وڃن ٿا. اتي فارسي جا ڪجهه شعر به لکيل آهن. محراب ۾ قالب ڪاري ٿيل آهي.

روايتن موجب هيءَ اصل ۾ حويلي هئي، جنهن جي اتر ۾ شاهه ڪريم بلڙيءَ واري جي حويلي هئي. علي مراد ٽالپر 1218هه / 1803ع هن مسجد جي مرمت ڪرائي هئي. وضو خانو جديد طرز جو ٺهيل آهي. پرسان اندر کوهه به آهي، جنهن تي نئون ڪم ٿيل آهي. هي شاندار مسجد پنهنجين گهٽين وصفن سان موجود آهي، توڙي جو ڪٿي ڪٿي ان سان هٿ چراند به ٿيل آهي.

هيءَ مسجد قديم آهي. هينري ڪزنس هن مسجد جي تعمير جو سال 1218هه/1803ع ڄاڻايو آهي. اهو دراصل مسجد جي مرمت جو سال آهي. جيڪا ميرعلي مراد خان ٽالپر حڪمران ٿيڻ کان اڳ ڪرائي هئي، پر هاڻي اهو ڪتبو ضايع ٿي ويو آهي. محمد عثمان مٽياروي‌ءَ جي لکت موجب شروع ۾ هيءَ مسجد ننڍي هئي، ان جي اتر ۾ ساداتن جي حويلي هئي، جتي شاهه عبداللطيف جو پڙڏاڏو شاهه ڪريم بلڙيءَ وارو ڄائو هو جيڪو حصو بعد ۾ مسجد ۾ شامل ڪيو ويو ايجا تائين مسجد جي ڏاکڻي ڪنڊ تي شاهه ڪريم جي نالي جو ڏيئو ٻاريو ويندو آهي.

هن وقت مخدوم محمد عثمان مٽياروي‌ءَ جي خاندان مان حافظ عبدالقدوس هن مسجد جو پيش امام آهي، جيڪو هن وقت 80 سالن جو (2009ع) عمر رسيده بزرگ آهي. شهري هن مسجد جو تمام گهڻو خيال ڪن ٿا.

**جامع مسجد محمدپور اوڍو:** هي مسجد 1306هه/1888ع ۾ محمدپور اوڍي جي وڏي زميندار حاجي امام بخش خان اوڍي مرحوم تعمير ڪرائي. مسجد جي ورانڊي ۽ هال جي ڇت ساڳوان جي ڪاٺين سان خوبصورت نموني تعمير ڪئي وئي آهي، ان ۾ پتيون، ڪاٺيءَ جون سرن جيترين چيڙيون لڳائي بند ڪيون ويون آهن. ان کان سواءِ ورانڊي واري اوپارين ديوار ڪاٺين جي جنادار ڪم سان تيار ڪرائي وئي آهي ۽ سموريءَ مسجد جي وچ ۾ ڪاٺين جا ٿنيا استعمال ڪيا ويا آهن. ٻاهرئين مکيه دروازي تي هڪ گول قبي وارو ٻه طبقائي محراب جوڙيل آهي، جتي پيش امام جي رهائش به آهي، اتان ئي آذان به ڏبي آهي. ٻئي طبقا گول قبن سان ٺهيل آهن.

**جامع مسجد مڪلي:** هيءَ مسجد شيخ حماد جماليءَ جي مدرسي لڳ هن وقت زبون حالت ۾ موجود آهي. مسجد جي اتر اولهه ۾ شيخ حماد جماليءَ جو مقبرو آهي. هن کي مائي مڪلي جي مسجد به چوندا آهن، جو مسجد لڳ مائي مڪليءَ جي قبر آهي. هيءَ مسجد قاضي عبدالله جي مزار جي اتر- اولهه ڪنڊ تي آهي.


جامع مسجد مڪليءَ جو ڏکڻ پاسي وارو منظر

روايتن موجب ڄام تماچي ٻن ڄام انڙ جڏهن دهليءَ کان آزاد ٿي ٺٽي پهتو. تڏهن سلطان فيروز شاهه تغلق وفات ڪري چڪو هو. 1388ع ۾ ڪيس ٺٽي جي تخت تي ويهاريو ويو. هن هيءَ مسجد، حماد جماليءَ جي مدرسي لڳ ٺهرائي. هي ان وقت جامع مسجد هئي. هن وقت هيءَ مسجد ڪجهه ڊٺل صورت ۾ موجود آهي، پر نشان ٻڌائين ٿا ته اوڀر ۾ وڏي پٽ ڏنل هئي، جيڪا نمازين لاءِ اڏاوت کان ٻاهر هوا ۾ نماز پڙهڻ جي جاءِ هئي. مسجد 64x29 فوٽن جي ايراضيءَ ۾ پکڙيل آهي، جنهن کي ٽي ونگاوان دروازا آهن. ڏکڻ- اتر ۽ اوڀر وارا دروازا نوڪي ڪمانن تي بيٺل آهن. ديوارن کي چن گاري سان اندران ٻاهران لنبيو ويو آهي. هيٺ فرش پٽرائون آهي. اندريون هال مختلف قسم جو ڏيک ڏئي ٿو. هي هڪ ڪشادو ڪمرو آهي، درين کي پويان يا اندران بيم ڏنل آهن. وچين دري يا ڪائنچو ٻين ٻن کان وڏو آهي. وچين دڙي عمودي نموني خاص شڪل جي ونگن تي بيٺل آهي. اولهه ۾ محراب اٿس، جيڪو ٽڪنڊي ڊول جو آهي. هي سما دور جي اڏاوت جو بهترين نمونو آهي. هن وقت هي ماڳ پاڪستان آرڪيالاجيءَ کاتي جي نظرداريءَ هيٺ آهي.

**جامع مسجد ناوڙا:** هي گول قبي واري مسجد جي نالي سان مشهور آهي، جيڪا ضلعي جيڪب آباد جي اڳوڻي صوبائي وزير در محمد اوستي جي سهري حاجي ڪريم ڏني خان اوستي 1883ع ۾ تعمير ڪرائي هئي. هن مسجد جي ڇت گول قبي جيان ٺهيل آهي، جنهن جي اوچائي اٽڪل 60 فوٽ ڪن ٿيندي، ان ڪري تمام گهڻو پري کان ڏسڻ ۾ ايندي آهي. مسجد جي اندر هال ۾ چئني ڪندن تي گول محراب ٺهيل آهن، جيڪي اسلامي تهذيب ۽ تمدن جو اهڃاڻ پيش ڪن ٿا.

**جامعہ:** عربي ٻوليءَ جو هڪ اصطلاح، جنهن جي معنيٰ خاص مقصد هيٺ ماڻهن يا جماعتن کي گڏ ڪرڻ آهي. موجوده وقت ۾ هي اصطلاح ’يونيورسٽي‘ لاءِ بہ استعمال ٿئي ٿو لفظ ’جامعہ‘ جو پهريون ڀيرو استعمال ان وقت ٿيو جڏهن 1906ع ۾ ”جامعہ مصري جي قيام لاءِ مصر جي ڪن دانشورن هڪ تحريڪ جي ابتدا ڪئي. انهيءَ زماني ۾ اسلامي ملڪن ۾ لفظ ’جامعہ‘ يونيورسٽيءَ جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيڻ لڳو جيئن: هند جي ’جامعہ مليہ‘ يا مصر جي ’جامعہ الازهر‘.

**جامعہ اسلاميہ عربيہ دارالفضل هالاڻي:** جامعہ اسلاميہ عربيہ دارالفضل هالاڻيءَ جو بنياد 1961ع ۾ پيو. هي مدرسو شهر هالاڻي تعلقي محرابپور ۽ ضلعي نوشهري فيروز ۾ آهي. هن مدرسي جو باني سيد پير غلام دستگير شاهہ هو جنهن پنهنجي مرشد پير حضرت مولانا فضل علي قريشي (مسڪين پور پنجاب) جي حڪم سان هن مدرسي جو بنياد وڌو ۽ نالو بہ مرشد جي مناسبت سان ’جامع دارالفضل‘ رکيائين. مدرسي ۾ قرآن مجيد کان حديث تائين ۽ سنڌي، اردو، فارسي ۽ پرائمريءَ کان مئٽرڪ تائين تعليم مفت ڏني ويندي آهي. مدرسي ۾ تقريباً اڍائي سؤ شاگرد ۽ ڏهن کان وڌيڪ استاد آهن ۽ ڇوڪريون اندازاً 50 آهن. عورت استاد بہ رکيل آهن. هن مدرسي ۾ مسافر شاگردن جون بنيادي ضرورتون مدرسي طرفان پوريون ڪيون وينديون آهن ۽ انهن کي وظيفو پڻ ڏنو ويندو آهي. مدرسي ۾ هڪ لائبريري آهي جنهن ۾ هزارين ديني ۽ درسي ڪتاب موجود آهن. مدرسي ۾ ٽي تعليمي هال آهن. هڪ ڇوڪرين لاءِ ۽ ٻہ ڇوڪرن لاءِ. مدرسي ۾ هڪ مسجد آهي ۽ ان ۾ ڪل 26 ڪمرا آهن. مدرسي جا خرچ ساليانو ملندڙ عطين، زڪوات، صدقي ۽ قربانيءَ جي کلن وغيره مان پورا ڪيا ويندا آهن. هي مدرسو ’جامع وفاق المدارس العربيہ‘ جو رڪن آهي ۽ ساليانا امتحان بہ وفاق جي طريقي تحت ڪرايا ويندا آهن. مدرسي مان فارغ ٿيندڙ استاد شهر جي آسپاس جي مسجدن ۾ وڃي پيش امام طور پنهنجا فرض سرانجام ڏيندا آهن. هن مدرسي جو موجوده مهتمم ڊاڪٽر سيد حافظ نثار احمد شاهہ آهي.

**جامعہ اشرفيہ:** سکر تعلقي ۾ موجود هن مدرسي جو بنياد مولانا محمد احمد ٿانوي 1377هہ/ 1957ع ۾ وڌو. مولانا محمد احمد ٿانوي 1331هہ/ 1913ع ۾ سهارنپور ۾ پيدا ٿيو ۽ 7 محرم الحرام 1397هہ/ 29 ڊسمبر 1976ع ۾ وفات ڪري ويو ان کان پوءِ سندس پٽ مولانا اسعد ٿانوي (ولادت 1946ع ڪانپور، انڊيا) هن جو انتظام سنڀاليو هن مدرسي جي پيڙهہ جو پٿر رکڻ جي موقعي تي قاري محمد طيب سربراهہ دارالعلوم ديوبند بہ آيو هو هن مدرسي ۾ حفظ، ناظره قرآن مجيد ۽ درس نظامي وغيره جي تعليم ڏني ويندي آهي. هتي مقامي ۽ ٻاهريان شاگرد وڏي تعداد ۾ تعليم حاصل ڪري رهيا آهن. هي وچولي سنڌ جي مشهور ديني درسگاهہ آهي، ڪجهہ عرصو اڳ هڪ عاليشان ۽ وڏي عمارت جو اضافو ٿيو آهي. هتي نياڻين جي تعليم لاءِ بہ هڪ شعبو قائم ٿيل آهي، جتي درس نظامي جي مڪمل تعليم ڏني ويندي آهي، هتان ڪيترائي شاگرد تعليم حاصل ڪري ملڪ جا ناميارا عالم بڻجي چڪا آهن.

**جامعہ الازهر:** دنيا جي قديم ترين اسلامي درسگاهہ، جيڪا قاهره شهر جي اولهہ ۾ نيل درياهہ جي ڪپ تي موجود آهي. سڄيءَ دنيا جا مسلمان هتي عربي ۽ اسلاميات جي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ايندا آهن هن وقت هن جامعہ ۾ زير تعليم طالب علمن جو تعداد چاليهن هزارن جي لڳ ڀڳ آهي، جڏهن تہ استادن جو تعداد 1500 کان وڌيڪ آهي. جامعہ جي ساليانی آمدني هڪ اندازي موجب هڪ ڪروڙ مصري پائونڊ آهي. هتي شاگردن کان ڪا بہ في وغيره نہ ورتي ويندي آهي. هتي درسي ڪتابن جو خرچ ۽ رهائش بہ جامعہ جي ذمي آهي. هتي پروفيسرن ۽ شاگردن لاءِ لباس مخصوص آهي،



جيڪو درس ڏيڻ يا وٺڻ وقت پائڻ لازمي آهي. هن جامعہ ۾ تفسير، تصوف، حديث، منطق، لغت ۽ فقه جي تعليم جي لاءِ الڳ الڳ شعبا قائم ڪيا ويا آهن. هن وقت جامعہ ۾ يورپي زبانن سان گڏ سائنس جي تعليم بہ ڏني ويندي آهي. هن جامعہ جو سنگ بنياد 4 اپريل 970ع تي رکيو ويو ۽ ان جو باقاعدي افتتاح 22 جون 972ع تي ٿيو. شروعات ۾ هتي اسماعيلي مڪتبہ فڪر مطابق ديني تعليم جو انتظام ڪيو ويو هو، پوءِ هي اهل سنت جي مرڪز ۾ تبديل ٿي ويو. هيءَ اٺاسي هزار چورس والن تي پکڙيل آهي. جامع الاظهر ۾ موجود مسجد جا پنج منارا، ڇهہ دروازا ۽ ٽي سؤ سنگ مرمر جا ٿنڀ آهن. جامعہ جو سربراهہ شيخ سڏرائيندو آهي. هن جو اهو ئي عهدو آهي، جيڪو پاڪستاني ۽ ٻين يونيورسٽين ۾ چانسلر جو هوندو آهي. هن وقت هن جامعہ ۾ پاڪستان، ڀارت، انڊونيشيا، افغانستان، عراق، ايران، سعودي عرب، شام، لبنان، روس، آمريڪا، آفريڪا ۽ ٻين ملڪن جا طالب علم زير تعليم آهن.

**جامعہ الرضا:** هي مدرسو ڪوٽ مير يعقوب علي شاهہ روهڙي ۾ قائم آهي، جيڪو الرضا ٽرسٽ طرفان وجود ۾ آندو ويو. مدرسي جو افتتاح شهيد علامہ عارف حسين الحسيني ڪيو. هن مدرسي جو انتظام مولانا ظفر علي جي حوالي آهي، جيڪو 1966ع ۾ بکر پنجاب ۾ ڄائو ۽ جامعہ قم ايران مان پڙهي آيو آهي. هي مدرسو 112 ايڪڙن تي مشتمل آهي، هتي ٻاهريان ۽ مقامي شاگرد تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

**جامعہ العلوم اسلاميہ**: هيءَ مدرسو مولانا محمد يوسف بنوري، نيو ٽائون ڪراچيءَ ۾ 3 محرم 1374ھ/ 2 سيپٽمبر 1954ع ۾ قائم ڪيو جيڪو ٿوري ئي عرصي ۾ هڪ وڏو ديني درسگاھ بڻجي ويو. هتي تعليم ۽ تدريس جا مختلف درجا قائم آهن. هتي تصنيف جهڙا اهم شعبا به ڪم ڪري رهيا آهن. جامعہ هر مهيني اردو ۾ 'بينات' جي نالي سان هڪ رسالو به شايع ڪري رهي آهي. جامعہ ۾ استادن ۽ ٻين ڪارڪنن جو تعداد ٻن هزارن کان وڌيڪ آهي، جن ۾ اهڙا استاد به آهن جن دنيا جي مختلف يونيورسٽي/ جامعات مان ڊاڪٽريٽ جون ڊگريون حاصل ڪيون آهن. هتي آمريڪا، يورپ، وچ اوڀر ۽ عرب ملڪن جا 700 جي لڳ ڀڳ طالب علم پڙهي رهيا آهن. هتي تجويد ۽ قراءت، درجات، عربيہ ۽ تفسير جا اهم شعبا آهن. جامعہ جي قيام جو هڪڙو مقصد عربي مدرسن لاءِ دينيات لاءِ اعليٰ قابليت جا استاد تيار ڪرڻ به آهي.

**جامعہ حماديہ منزل گاھ**: هي مدرسو تاريخي مسجد منزل گاھ سکر سان ڳنڍيل آهي، جنهن جو بنياد 1006ع ۾ پئجي چڪو هو. ان جو ٻيهر پيڙھ جو پٿر 1939ع ۾ مسجد منزل گاھ واقعو ٿيڻ کان پوءِ رکيو ويو. مسجد جي شهيدن جي ايصال ثواب لاءِ مدرسو به قائم ڪيو ويو. مدرسي جو مهتمم مير صبح صادق خان کوسو ۽ نائب مهتمم مولانا محمد مراد انڙ هاليجوي هو. مولانا انڙ جي ولادت 1943ع ۾ هاليجي شريف ۾ ٿي.

جامعہ حماديہ طرفان هڪ ديني پرچو ماهوار 'نصيحت' جي نالي سان شايع ٿي رهيو آهي، هتي هر سال ديني، اصلاحي ۽ تبليغي ڪانفرنس منعقد ٿيندي آهي.

**جامعہ دارالعلوم شرعيہ**: مختيارڪار آفيس روهڙيءَ پرسان موجود هن جامعہ جو قيام 1981ع ۾ عمل ۾ آيو هن جو باني مير صادق خان کوسو آهي، جڏهن ته نائب مهتمم مولانا مفتي عبدالوهاب چاچڙ آهي، هن جامعہ ۾ مقامي ۽ ٻاهريان شاگرد تعليم حاصل ڪري رهيا آهن. هتي درس نظامي جي مڪمل تعليم ڏني ويندي آهي. ان کانسواءِ شاگردن کي فقه ۾ مهارت حاصل ڪرڻ لاءِ پڻ تعليم ڏني ويندي آهي. هن جامعہ طرفان نياڻين لاءِ الڳ مدرسو قائم آهي، جتي حفظ، ناظره ۽ درس نظامي جي تعليم ڏني ويندي آهي.

**جامعہ دارالهديٰ**: ضلعي خيرپور جي 'ٺيڙهي' ڳوٺ ۾ مشهور درسگاھ. جامعہ دارالهديٰ جنهن کي هن وقت 'دارالهديٰ حبيب آباد' چيو وڃي ٿو هيءَ درسگاھ 1911ع ۾ قائم ٿي. شروع ۾ هڪ مسجد ۾ مدرسو کوليو ويو بعد ۾ شهرت وڌڻ سبب ٻاهرين شاگردن جو اضافو ٿيو تنهنڪري ضرورت مطابق درسگاھ لاءِ جدا عمارت ٺهرائي وئي. 1937ع ۾ اها عمارت ناڪافي محسوس ٿيڻ لڳي، تنهنڪري عام ماڻهن جي تعاون سان هڪ عاليشان عمارت ٺهرائي وئي. انهن ڪوششن ۾ شهر جي معزز شخص مولانا قاضي حبيب الله ۽ سندس ياءُ مولوي قاضي عزيز الله جو وڏو هٿ هو. پر هن مدرسي جو باني ۽ اصل محرڪ مولانا تاج محمود امروٽي هو. 1937ع ۾ مدرسي جي انتظام لاءِ هڪ ڪاميٽي جوڙي وئي. 1959ع ۾ دارالهديٰ ٺيڙهيءَ جو مستقل دستور مرتب ڪيو ويو ۽ انتظامي ڪاميٽيءَ کي رجسٽر ڪرايو ويو. مدرسي جون سرگرميون ٽن ڀاڱن ۾ ورهايل آهن: (1) تعليمي شعبو، (2) تبليغي شعبو، (3) فتويٰ وارو شعبو.

جامعہ دارالهديٰ ۾ ابتدائي درجن کان وٺي اعليٰ تعليم جو مڪمل انتظام آهي. شروع ۾ چار سال سنڌي، اردو ۽ قرآن مجيد جي تعليم ڏني ويندي آهي. ان کان پوءِ ٻه سال فارسي ۽ ٻين مقامي ٻولين ۾ ادب سان گڏ اسلامي تاريخ ۽ آسان شرعي مسئلا ياد ڪرايا وڃن ٿا. خوشنويسي به هڪ لازمي مضمون آهي. ان کان پوءِ صرف نحو ۽ معاني، تفسير حديث، فقه، قانون، اصول فقہ، رياضي، تاريخ، اقتصاديات ۽ سياست جي تعليم ڏني وڃي ٿي. اسلامي تعليمي ادارن ۾ هي واحد ادارو آهي، جنهن ۾ اقتصاديات ۽ سياست جي تعليم ڏني ويندي آهي. درسگاھ ۾ بهترين لائبرري به آهي، هر سال چڱي تعداد ۾ پاڪستان کان سواءِ ٻاهرين ملڪن جا شاگرد به هتي ايندا رهندا آهن. جن عالمن هتي درس ڏنو آهي تن ۾: مولانا حماد الله هاليجيءَ وارو، مولانا محمد راڻيپوري، مولانا قطب الدين انڙ، مولوي محمد شريف ڪشميري، مولانا قاري عزيزاحمد ۽ ٻيا قابل ذڪر آهن.

**جامعہ راشديہ**[1]: پير ڳوٺ ضلعي خيرپور ۾ هڪ وڏي درسگاھ، جيڪا راشدي خاندان جي پنجين گادي نشين، سيد شاھ مردان شاھ اول (ڪوٽ ڌڻي) قائم ڪئي هئي. 1904ع ۾ هن ديني درسگاھ جو باقاعده بنياد وڌو ويو ان وقت جا ناميارا عالم هتي استاد طور مقرر ڪيا ويا، جن ۾ علامہ عبدالرحمٰن ڏاهراھ، مير محمد ڪاهوڙي (ريگستاني)، مولانا سعدالله انصاري وغيره شامل هئا. انگريز دشمنيءَ سبب 1921ع کان 1952ع دوران هن درسگاھ تي به ڏکيا ڏينهن گذريا. جڏهن انگريزن پير ڳوٺ تي بمباري ڪئي ته مدرسو، ان جي پرواري درسگاھ ۽ لائبريري به تباھ ٿي ويئي. هن لائبريريءَ جا ڪتاب انگريز پاڻ سان گڏ لنڊن کڻي ويا، جيڪي پوءِ انڊيا آفيس لائبرري ۾ رکيا ٿون. موجوده پير صاحب پاڳاري هن عظيم مدرسي جي عمارت کي ٻيهر ٺهرايو جيڪا اڳوڻي عمارت کان ڪيترائي دفعا وڏي آهي. هن مدرسي ۾ شاگردن جي پڙهائي، رهڻ، کائڻ ۽ پيئڻ جو سمورو خرچ پير صاحب پاڳارو ڪندو آهي. مدرسي ۾ قائم عظيم الشان لائبريريءَ ۾ پير صاحب پنهنجا سمورا ڪتاب به رکيا آهن. هر سال ڪتابن جي خريداريءَ لاءِ بجيٽ مقرر آهي. هر سال 27 رجب تي فارغ التحصيل شاگردن، عالمن جي دستاربندي درگاھ شريف تي ٿيندي آهي. هن لائبريريءَ ۾ ڪتابن جي جلد بندي به ٿئي ٿي، علم جا هزارين شائق فائدو وٺي رهيا آهن.

**جامعہ راشديہ**[2] (ڪتاب): هن ڪتاب کي مفتي محمد رحيم سڪندريءَ مرتب ڪيو آهي. درگاھ شريف پير سائين پاڳاري جا پنجاھ سال مڪمل ٿيڻ تي هي ڪتاب شايع ڪرايو ويو جنهن ۾ پير پاڳاري جي خاندان، سندن خدمتن، جامعہ راشديہ جي ڪهاڻيءَ کان سواءِ ڪل 21 موضوع شامل آهن. جن جا مختلف ليکڪ آهن، جن ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، غلام رباني آگرو، ڊاڪٽر غلام علي الانا، سانگي، حافظ محمد عيسيٰ سومرو، سگهڙ عبدالرحمان مهيسر، فقير عبدالله مگريو وغيره شامل آهن. هن ڪتاب جو انتساب جمعيت علماءِ سڪندريہ جي نالي آهي. هي ڪتاب 458 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن جو هديو 250 روپيا رکيو ويو آهي. هن ڪتاب کي جمعيت علماءِ سڪندريہ طرفان ڇپايو ويو آهي.

**جامعہ عربيہ مفتاح العلوم**: 1372ع بمطابق 1852ع ۾ تعمير ٿيل گاھ منڊي ٽاور مارڪيٽ حيدرآباد پرسان موجود هي مدرسو مولانا عبدالرئوف ٺهرايو هو. هتي ديوبندي طرز جي تعليم ڏني وڃي ٿي.

**جامع عربيہ هاءِ اسڪول حيدرآباد:** هي اسڪول حيدرآباد جي تلڪ چاڙهيءَ وٽ موجود آهي، جنهن جو بنياد نامياري عالم سيد علي اڪبر شاهه ميهڙ واري وڌو. ڪنهن دور ۾ اتي ڇوڪرين جو اسڪول ’ڪندن مل‘ جي نالي مشهور هو. جيڪو ٺٽي ڏهوڪي سماجي شخصيت سيٺ ڪندن مل 1914ع ڌاري تعمير ڪرايو هو ۽ 1916ع ۾ هن اسڪول کي هاءِ اسڪول جو درجو مليو.

**جامع غوثيہ رضويہ:** هي جامع جماعت اهلسنت بريلوي مسلڪ جو سکر ۾ مرڪزي ادارو آهي. هن جو بنياد 1957ع ۾ مفتي محمد حسين قادري وڌو. هن جامع ۾ قرآن مجيد، حفظ، ناظره ۽ درس نظاميءَ جي مڪمل تعليم ڏني ويندي آهي. هن جامع جون ڪيترين ئي خدمتون آهن. هي مدرسو باغ حيات شاهه سکر ۾ موجود آهي.

**جامع مدرسہ اسلاميہ:** هي مدرسو ڪراچيءَ جي مشهور سماجي ڪارڪن ۽ سياستدان سيٺ حاجي عبدالله هارون 1927ع ۾ ڪڏي، لياريءَ ۾ قائم ڪيو هو. جنهن سان گڏ هڪ يتيم خانو بہ قائم ڪيو ويو هو، جيڪو اڄ بہ موجود آهي. غريب ٻارن جي تعليم لاءِ هن مدرسي بہ بيپ وانگر اهم ڪردار ادا ڪيو. حاجي عبدالله هارون تعليم جي سلسلي ۾ وڏيون ڪوششون ورتيون ، ڪيترائي اسڪول قائم ڪيا. سندس نالي پويان عبدالله هارون ڪاليج اڄ بہ ڪڏي ۾ موجود آهي. لياريءَ جهڙي پنتي پيل علائقي ۾ تعليم جي روشني ڦهلائڻ ۾ حاجي عبدالله هارون جو نالو تاريخ ۾ هميشہ سونهري اکرن ۾ لکيو ويندو.

**جامع مدرسہ درسيہ مجدديہ:** ڪراچيءَ ۾ ننڍن مدرسن کان سواءِ پهريون باقاعده مدرسو صدر بازار ۾ 1872ع ۾ عبدالله درس کوليو هو. هن جي وفات کان پوءِ سندس پٽ عبدالڪريم درس، جيڪو مصر جي جامع الازهر مان پڙهيل هو. سنڌ جو مشهور عالمِ دين، قرآن جو مفسر ۽ مشهور سياسي ۽ سماجي اڳواڻ هو. تنهن مدرسي جو انتظام سنڀاليو هن مدرسي ۾ مصر جي جامع الازهر جو ڪورس لاڳو هوندو هو. مدرسي ۾ شاگردن جي کاڌي، پيتي ۽ رهائش جو بندوبست بہ هوندو هو. مدرسي سان گڏ هڪ وڏي لائبرري بہ هوندي هئي، جنهن ۾ هزارين ڪتاب هوندا هئا. ڪراچيءَ جو مشهور عالمِ دين مولانا غلام رسول قادري ۽ حافظ محمد حسين ٺٽوي هن مدرسي جا شاگرد هئا. ورهاڱي تائين هي مدرسو ۽ لائبرري قائم هئا، پر پوءِ حالتن جي گردش ۾ اچي مدرسو بند ٿي ويو لائبرري ۽ ان ۾ موجود قيمتي ڪتاب نادر قلمي نسخا پوءِ بہ گهڻي عرصي تائين علم جي اڃايلن جي اُڃ اجهائيندا رهيا.

**جامع مدينة العلوم:** پنو عاقل ريلوي اسٽيشن پرسان موجود هيءُ مدرسو 1934ع ۾ شيخ حماد الله هاليجوي قائم ڪيو 1955ع کان پوءِ حافظ محمد انڌڙ مدرسي جو مهتمم ٿيو جيڪو 1921ع ۾ هاليجي شريف ۾ پيدا ٿيو. مدرسي ۾ حفظ، ناظره ۽ درس نظامي جي مڪمل تعليم ڏني ويندي آهي. ٻاهريان ۽ مقامي شاگرد هتي وڏي تعداد ۾ تعليم حاصل ڪري رهيا آهن. هي مدرسو لوڙهي واري مدرسي جي نالي سان بہ مشهور آهي، ڇو تہ جنهن جاءِ تي هي مدسو قائم ڪيو ويو آهي اتي لونگ جو لوڙهو هو. هتي هر سال هڪ وڏي ڪانفرنس منعقد ٿيندي آهي.

**جامعي، محمد سرور، پروفيسر:** نامياري ليکڪ پروفيسر محمد سرور جامعي جو جنم، 1906ع ڌاري گجرات جي هڪ ڳوٺ سيڪر مالي ۾ ٿيو هن ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ جي پرائمري اسڪول مان پرائي. ان کان پوءِ هن ’آزاد مسلم هاءِ اسڪول‘ مان مئٽرڪ پاس ڪئي ۽ جامع مليہ اسلاميہ دهليءَ مان بي. اي آنرس (عربي ادب) ڪئي ۽ وڌيڪ تعليم لاءِ ’جامع ازهر‘ مصر هليو ويو جتي ٽن سالن تائين تعليم حاصل ڪندو رهيو. جتان مڪمل ڪرڻ کانپوءِ



واپس پنهنجي ملڪ موٽي آيو ۽ ’اخبار زميندار‘ ۾ ايڊيٽوريل لکڻ لڳو. جامع مليہ ۾ ’تاريخي عربي ادب‘ ۾ استاد جي حيثيت سان مقرر ٿيو ڊاڪٽر ذاڪر حسين جي هدايت تي 1938ع ۾ مولانا عبيدالله سنڌيءَ وٽ مڪي معظم هليو ويو، جتي مولانا کان شاهه ولي الله جي فلسفي ۽ فڪر تي درس وٺندو رهيو مڪہ معظمہ مان جڏهن وطن واپس آيو تہ مولانا عبيدالله سنڌيءَ سان گڏ جامع ۾ ’بيت الحڪمت‘ جي نالي سان هڪ ادارو قائم ڪيو. جنهن جو سربراهہ سرور جامعي کي ڪيو ويو. ان اداري جو مقصد شاهه ولي الله جي نُڪتن ۽ نظريي کي هندستان ۾ عام ڪرڻ هو. جامعي صاحب 1942ع ۾ لاهور هليو آيو، جتي ’روزنامي احسان‘ جو ايڊيٽر ٿيو. 1943ع ۾ حضرت شاهه ولي الله ۽ مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي فلسفي کي شايع ڪرڻ سان گڏ مولانا عبيدالله سنڌيءَ تعليمات ۽ شخصيت تي هڪ جامع ڪتاب لکيائين. جامعي صاحب نومبر 1943ع ۾ واپس دهلي هليو ويو، جتي ڪجهہ عرصو رهڻ کان پوءِ 11 آگسٽ 1947ع ۾ واپس لاهور آيو. 1948ع ۾ ’روزنامہ امروز‘ جاري ٿي تہ ان اخبار جي اهم ماڻهن ۾ فيض احمد فيض، مولانا چراغ حسن حسرت سان گڏ پروفيسر سرور بہ ايڊيٽر طور شامل ٿيو. جلد ئي هن پنهنجي هفتيوار اخبار ’آفاق‘ جاري ڪئي، جيڪا بعد ۾ روزاني اخبار ٿي وئي، ان ڪانپوءِ هيءُ سڌ سماءَ واري کاتي ۾ اسسٽنٽ ڊائريڪٽر مقرر ٿيو. جتان ڪجهہ عرصي کان پوءِ استعيفيٰ ڏئي وري لاهور آيو، جتي سڌ سماءَ واري کاتي ۾ ڊائريڪٽر منتخب ٿيو. سرڪاري نوڪريءَ سان دلچسپي نہ هئڻ ڪري هن اها نوڪري بہ ڇڏي ڏني. 1959ع ۾ پشاور هليو آيو، جتي روزنامہ ’بانگ حرم‘ جو ايڊيٽر مقرر ٿيو. ان دوران اوقاف کاتي پاڪستان طرفان حيدرآباد ۾ ’شاهه ولي الله اڪيڊمي‘ قائم ٿي. هن اڪيڊميءَ جي مقصدن ۾ حضرت شاهه ولي الله دهلوي جي فڪري نقطن ۽ نظريي جي اپٽار شامل هئي. ان ڪري ڪيس اڪيڊميءَ جي رسالي ’الرحيم‘ (اردو) جو ايڊيٽر مقرر ڪيو ويو. اڪيڊميءَ ۾ ڪافي عرصي تائين ايڊيٽر جي حيثيت سان تحقيقي ڪم ڪندو رهيو ان کان پوءِ ڊاڪٽر فضل الرحمان ڪيس ’فڪر و نظر‘ رسالي جو ايڊيٽر مقرر ڪيو جتي هن ٻن سالن تائين ايڊيٽر جي حيثيت سان ڪم ڪيو. ان کان پوءِ اداره ثقافت اسلاميہ لاهور جي علمي رسالي ’المعارف‘ جي ايڊيٽر جي حيثيت سان ٽي سال اداري سان لاڳاپيل رهيو. ان اداري ۾ هن ’ارمغان شاهه ولي الله‘ جي نالي سان ڪتاب ترتيب ڏنو. هيءُ ڪتاب قرآني علم جي شاگردن جي لاءِ هڪ تمام گهڻو لاڀائتو آهي.

حڪومت پاڪستان جي رسالي ’الزڪوات‘ جو ايڊيٽر به رهيو. ڪيس علمي ۽ فڪري خدمتن جي عيوض حڪومت پاڪستان طرفان ’تمغه امتياز‘ سان نوازيو ويو. هن 20 سيپٽمبر 1983ع تي وفات ڪئي.

**جامڪيدار بندوق**: ٽالپرن جي دور ۾ ڊگهي ناليءَ سان استعمال ٿيندڙ هڪ قسم جي آڳاٽي بندوق، جنهن جو استعمال ٽالپر دور کان اڳ ۾ به موجود هو. ان جي ناليءَ کي بارود ۽ شيهي جي ڇيرن سان ڀري، ڪپڙي جو ڏٽو



ڏئي، بارود کي بند ڪري ڇڏبو هو. بندوق ڇوڙڻ وقت گهوڙي (ٽريگر) وٽ، ناليءَ جي سوراخ ۾ فليتو يا پليتو وجهي ڇڏبو هو، جنهن کي دڪائڻ سان بارود ڌماڪي سان ڦاٽي پوندو هو ۽ ڇيرا زور سان نڪري وڃي نشاني تي لڳندا هئا. پليتي (فليتي) کي جيئن ته جامڪي به چوندا آهن، تنهنڪري هن بندوق جو نالو ئي ’جامڪيدار بندوق‘ پئجي ويو.

**جاميٽري**[1]: پيمائش جو علم. جاميٽري رياضيءَ جي هڪ شاخ آهي، جنهن ۾ فضا ۽ فضا ۾ موجود شڪلين جي خاصيتن تي بحث ڪيو وڃي ٿو. قديمي تحريري دستاويزن ۾ جاميٽريءَ جو مطالعو ڪرڻ کان پوءِ ان جي اهميت جو اندازو ٿئي ٿو. جاميٽري ٻن يوناني لفظن: ’جيو‘ (Geo) ۽ ’ميٽر‘ (Metre) مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ زمين ۽ ماپ آهي. قديم بابل ۽ يونان جا رهواسي فضا جي پيمائش متعلق اساسي ضابطن کان واقف هئا. لڳ ڀڳ ٽي هزار سال ق. م جي چيڪي مٽيءَ جي تختين تي ’قائمة الزاوي مثلث‘ جي مشهور خاصيت ڏيکاري وئي آهي. بابلي رياضيءَ ۾ قائمة الزاويہ مثلث جو گهڻو ذڪر آهي، جن جي ضلعن جي ڊيگهه 3، 4، 5 جي متناسب آهي. قديم جاميٽري وجداني هئي، يعني جاميٽري خاص منطقي ثبوت ڪانسواءِ رڳو شڪل جي مدد سان تسليم ڪئي ويندي هئي.




**جاميٽري**[2] (ڪتاب): جاميٽري عنوان سان سنڌيءَ ۾ ڇپيل ڪتابن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا:

1- **جاميٽري**: هن ڪتاب جو مترجم ڪوڙو مل چندن مل ڪلناڻي آهي. هن رائل سائيز ڪتاب ۾ 64 صفحا آهن ۽ قيمت 10 آنا جاٽايل آهي. ڇاپو ڀهريون تعليمي ڪاتي ڪراچيءَ مان سال 1866ع ۾ ڇاپيو ويو.

2- **جاميٽري**: هي ڪتاب ڪشنچند گلاب سنگهه گدوائيءَ جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب ۾ 154 صفحا آهن ۽ ڇاپو ڀهريون تعليم ڪاتي ڪمشنر پريس ڪراچي مان سال 1919ع ۾ ڇاپيو ويو. هن ڪتاب جو ستون ڇاپو سال 1933ع ۾، نائون ڇاپو 1935ع ۾ ۽ يارهون ڇاپو سال 1939ع ۾ ڇپيو.

3- **جاميٽري**: هي ڪتاب ڏيارام وسٽمل ۽ ليلارام پريمچند واڌواڻي جو گڏجي لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب ۾ 154 صفحا آهن ۽ هن جي قيمت 15 آنا رکيل آهي. ڇاپو ستون پوڪرداس ٽانورداس، سنڌ پرنٽنگ پريس، شڪارپور مان سال 1933ع ۾ ڇپايو.

4- **جاميٽري جو ڀهريون ڪتاب**: هن ڪتاب جو ليکڪ ڪوڙو مل چندنمل ڪلناڻي آهي. جنهن 1897ع ۾ هي ڪتاب لکيو. جيڪو ڪراچيءَ جي تعليم ڪاتي ڪمشنر جي لٿو ڇاپخاني ڪراچيءَ مان ڇپايو. هن ڪتاب ۾ 100 صفحا آهن ۽ قيمت چار آنا، ڇهه پايون جاٽايل آهي.

**جامي چانڊيو**: نوجوان دانشور، ڪالم نگار، نقاد جامي چانڊيو 11 مارچ 1969ع تي ڳوٺ ٺوڙهي ٻجار، تعلقي قمبر، ضلعي قمبر- شهدادڪوٽ ۾ نامور تعليمدان ۽ فارسيءَ جي صاحب ڪتاب شاعر، پروفيسر عبدالحئي چانڊيي جي علمي گهراڻي ۾ پيدا ٿيو. پرائمري تعليم گورنمينٽ پرائمري اسڪول علي خان، قمبر مان حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ ڇهون ۽ ستون درجو قمبر هاءِ اسڪول ۾ پڙهيو. وڌيڪ تعليم لاءِ 1981ع ۾ ڪيڊٽ ڪاليج پيٽاري ۾ داخل



ٿيو. 1986ع ۾ ڪيڊٽ ڪاليج پيٽاري مان انٽرميڊيٽ ڪيائين. 1993ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ايم. ايس. سي (فزڪس) ڪيائين. سنڌي شاگرد تحريڪ جي اڳواڻ جي حيثيت ۾ شاگرد سياست ۾ سنڌ، ملڪي ۽ ايشيائي سطح تي سرگرم رهيو. 1989ع ۾ ٿائيلينڊ ۽ 1990ع ۾ ڀارت ۾ ايشيائي شاگردن جي عالمي ڪانفرنسن ۾ شريڪ ٿيو. 1995ع ۾ عبرت گروپ آف پبليڪيشن جي ادبي رسالي ماهوار بختاور جو ايڊيٽر رهيو. 1997ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ ۾ ايڊيٽنگ ۽ ٽرانسليشن بيورو جو انچارج ڊائريڪٽر مقرر ٿيو پر سُتت ئي استعيفا ڏنائين. 1998ع کان 2002ع تائين روزاني عبرت حيدرآباد جو انچارج ايڊيٽر رهيو. روزاني ڪاوش، ڪي ٽي اين ۽ سنڌ ٽي ويءَ سان هڪ ڪالم نگار ۽ ميزبان طور وابسته رهيو. مختلف ملڪي ۽ بين الاقوامي ادارن ۽ يونيورسٽين ۾ مهمان استاد ۽ تربيتڪار طور ليڪچر ڏيڻ سان گڏوگڏ ايشيا، آمريڪا ۽ يورپ جي پندرهن کان وڌيڪ ملڪن جا تعليمي، مطالعاتي ۽ سياسي دورا ڪري چڪو آهي. ڪيس اي. پي. اين. ايس طرفان ٻه ڀيرا (2000-1999ع ۽ 2002-2001ع) سنڌي ٻوليءَ جي بهترين

ڪالم نگار ۽ مضمون نگار طور اوارڊ ملي چڪا آهن. 2004ع کان پاڪستان جي چئني صوبن ۾ مختلف سياسي پارٽين جي ڪيترن مرڪزي، صوبائي ۽ مقامي اڳواڻن کي سياسي تربيت ڏئي چڪو آهي، جنهن ۾ صوبن جا ايم. پي. اي ۽ ايم. اين. اي شامل هئا. سياست ۽ سياسي مئنيجمينٽ جي هڪ ماهر طور سنڌ توڙي پاڪستان ۾ سندس مڃتا آهي. جامي چانڊيو سول سوسائٽيءَ جي ملڪي سطح جي ڪيترن ادارن جي بورڊ آف ڊائريڪٽرس جو ميمبر ۽ ڪجهه عالمي ۽ ڏکڻ ايشيائي ٿنڪ ٽينڪس جو سرگرم ميمبر ۽ مهمان اسڪالر به رهيو آهي. سندس هيٺيان ڪتاب ڇپيل آهن:

(1) پاڪستان ۾ وفاقيت جمهوريت جو بحران ۽ قومي خودمختياري (آڪٽوبر 2009ع)، (2) تبديليءَ جا محرڪ ۽ سنڌ جو آئيندو (3) ايم. ڪيو. ايم جي سياست ۽ سنڌ (جون 2007ع)، (4) تنهن پاڻيءَ پُنا ڏينهڙا، (5) ڪي ماڻهو تاريخ ٿين ٿا (آگسٽ 2007)، (6) ادب، سياست ۽ سنڌي سماج (اپريل 2007ع)، (7) سنڌي ادب ۾ تنقيد- شيخ اياز (ترتيب)، (8) سنڌي ادب ۾ تنقيد- افسانوي ۽ فڪري ادب (ترتيب)، (9) لبرل ازم: هڪ اپياس، (10) سنڌي ادب ۾ تنقيد- ڪلاسيڪي ۽ جديد سنڌي شاعري، (11) سنڌ ڪيس (I- آڪٽوبر 2009ع. II- نومبر 2009ع)، (12) جمهوريت، صحافتي اخلاقيات ۽ ميڊيا ۽ (13) رسول بخش پليجي جون مڪمل تحريرون- سياسي ادب (3جلد: ترتيب) ۽ ٻيا شامل آهن. جڏهن ته سندس 400 کان وڌيڪ ادبي، فڪري ۽ سياسي مضمون، ڪالم ۽ ٻيون ادبي ۽ تخليقي لکڻيون مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپجي چڪيون آهن. فلسفو، ادب ۽ سياست سندس پسنديده موضوع آهن. تازو ڪيس هڪ عالمي ٿنڪ ٽينڪ طرفان ريسرچ اسڪالر طور واشنگٽن، آمريڪا ۾ فيلوشپ ڏني وئي، جنهن دوران هن 'پاڪستان ۾ وفاقيت جي بحران ۽ قومي خودمختياريءَ' جي موضوع تي انگريزيءَ ۾ هڪ تحقيقي ڪتاب لکيو.

هي هن وقت هڪ تحقيقي، علمي ۽ تربيتي اداري 'سي پي سي ايس' (سينٽر فار پيس اينڊ سول سوسائٽي) جو ايگزيڪيوٽو ڊائريڪٽر آهي ۽ ان اداري طرفان انگريزي ۽ سنڌيءَ ۾ شايع ٿيندڙ تحقيقي ۽ فڪري جرنل نه ماهي 'فريڊم' جو ايڊيٽر آهي.

**جامي، شيخ احمد جام:** شهاب الدين ابو نصر احمد بن حسين ايران جو مشهور صوفي ۽ عالم احمد جام عرف جامي جي نالي سان مشهور آهي. امام غزالي ۽ نسائيءَ جو همعصر هو ۽ سندس شجرو حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جي پياري اصحابي حضرت جزير بن عبدالله الخلي رضہ سان ملي ٿو. سندس رحلت 51 هه/ 671ع ۾ ٿي. شيخ احمد جامي لاءِ مشهور آهي ته باقاعدي ڪنهن کان به تعليم نه ورتي هئائين، بلڪ ڪيس علم خدا طرفان عطا ٿيو ۽ سندس سڀ تصنيفون ڪشف جي ذريعي مڪمل ٿيون.

شيخ احمد جامي پنهنجي تصنيف 'خلاصته المقامات' ۾ لکي ٿو ته: "منهنجو پير طريقت حضرت امام ضامن و ثامن علي رضا عليه السلام جي پاڪ هستي آهي ۽ اڪثر آءٌ سندن روضي جي حاضري پري هيءُ شعر پڙهندو آهيان."

من غلام قنبرو قنبر غلام حيدر است،

من غلامت راغلامم يا علي موسيٰ رضا.

[آءٌ حضرت قنبر جو غلام آهيان ۽ حضرت قنبر، حضرت امام علي ابن ابي طالب عليه السلام جو غلام آهي. اي مولا علي موسيٰ الرضا! آءٌ تنهنجي غلام جو غلام آهيان.]

شيخ احمد جام عرف جامي پنهنجي وقت جو بينظير عالم هو حق جي معرفت کان پوءِ 'جام' شهر جي ويجهو نامق جي جبلن ۾ گوشه نشين ٿي ويو ۽ صرف عبادت، رياضت ۾ مشغول رهندو هو ارڙهن سالن جي رياضت کان پوءِ کيس علم لدني (راز وارو علم) جو خزانو عطا ٿيو جنهن کان پوءِ ڪيتريون تصنيفون قلمبند ڪيائين. سندس تصنيفون قرآن ۽ احاديث نبوي ۽ فضائل آل محمد عليهم السلام تي مبني آهن. خلاصته المقامات ۾ احمد جام لکي ٿو ته "هيءُ خرقو اميرالمومنين حضرت امام علي ابن ابي طالب عليه السلام طرفان چوڏهن مشائخ جي ذريعي ابو سعيد ابوالخير تائين پهتو ۽ ابوالخير کان اهو خرقو مون کي عطا ٿيو" احمد جام جون ڪرامتون ڪيترن مستند ڪتابن ۾ موجود آهن. سندس تصنيفن ۾ هي مشهور آهن:

(1) سراج السائرين، (2) خلاصته المقامات، (3) مفتاح النجات، (4) فتوح القلوب، (5) مجاز الحقيقت، (6) ڪنز الحڪمت ۽ (7) ديوان جامي، شيخ احمد جام المعروف جامي 441 هه/ 1049ع ۾ پيدا ٿيو ۽ 536 هه/1141ع ۾ رحلت ڪيائين. اهو سلطان معز الدين مسنجر بن ملڪ شاهه سلجوتيءَ جو دور هو.

**'جامي'، مولانا عبدالرحمان:** مولانا عبدالرحمان 'جامي' دين جو تمام وڏو عالم، صوفي ۽ فارسيءَ جو اعليٰ پايي جو شاعر هو. سندس اصل نالو نورالدين عبدالرحمان ۽ 'جامي' سندس تخلص هو. هن جي والد بزرگوار جو نالو نظام الدين احمد دشتي هو. 23 شعبان 817 هه/ 7 نومبر 1414ع ۾ خراسان جي ضلعي 'جام' جي ڳوٺ 'خرجرد' ۾ پيدا ٿيو سندس خاندان پهريان 'دشت' ۾ رهندو هو (اهو ئي سبب آهي ته مولانا جامي پهريان دشتي تخلص استعمال ڪندو هو) بعد ۾ سندس والد 'دشت' ڇڏي جام واري علائقي ۾ رهيو. ان ڪري 'جامي' تخلص اختيار ڪيائين.




ننڍپڻ ۾ پنهنجي والد سان گڏ هرات ۽ سمرقند ويو، جيڪي اسلامي علمن جا تمام وڏا مرڪز هئا، جتان هن اسلامي علم، تاريخ ۽ ادب جي تعليم حاصل ڪئي ۽ ان ۾ ڪمال حاصل ڪيو. بعد ۾ بزرگ سعد الدين محمد ڪاشغريءَ جو مريد بڻيو، جيڪو نقشبندي سلسلي جي باني بهاءُ الدين نقشبنديءَ جو مريد ۽ خليفو هو. مرشد جي لاڏاڻي کان پوءِ خلافت جي مسند تي ويٺو. 877هه مطابق 1472ع ۾ بيت الله جو حج ڪيائين. واپسيءَ ۾ همدان، ڪردستان ۽ بغداد، ڪربلا، نجف، دمشق، صلب ۽ تبريز جي علائقن کان ٿيندو پنهنجي وطن پهتو. باقي زندگي هرات ۾ گذاريائين. جيتوڻيڪ هو تمام بلند پايي جو شاعر هو، پر سموري زندگي ڪنهن دربار جو رخ نه ڪيائين،

۽ نہ ئي ڪنهن بادشاهہ جي خوشامد ڪيائين. سندس زماني جا بادشاهہ سندس گهڻي عزت ڪندا هئا. مغل شهنشاهہ ظهيرالدين بابر سندس متعلق چيو هو "عقلي علمن ۾ هن جو ڪو بہ برابري ڪندڙ نہ هو".

نائين صدي هجريءَ ۾ جڏهن سندس شهرت ترڪيءَ ۾ پهتي تہ اتان جي بادشاهہ هن کي استنبول اچڻ جي دعوت ڏياري. بايزيد (ٻئي) بہ پيرا پيغام موڪليا هئس. هن بابت دولت شاهہ جو چوڻ هو تہ جامي آخري عمر ۾ هوش ۽ حواس وڃائي ويٺو هو پر علي شير نوائي انهيءَ ڳالهہ جي ترديد ڪئي آهي، جيڪو آخري عمر تائين مولانا جاميءَ سان گڏ هو.

مولانا جاميءَ جون ڪيترين تصنيفون آهن، جن جي پڙهڻ سان خبر پوي ٿي تہ هو ڪيترن ئي علمن تي عبور رکندو هو. سندس تصنيفون اڪثر نثر ۾ آهن، پر اها عجيب ڳالهہ آهي تہ ڪيس شهرت شاعريءَ جي بنياد تي ملي. نظم ۾ سندس تخليقون ست مثنويون آهن، جيڪي 'مثنوي هفت اورنگ' جي نالي سان مشهور آهن. ان کان سواءِ غزلن ۾ سندس ٽي مجموعا آهن:

(1) فاتحة الشباب (884ھ/1479ع)، (2) واسطة العقد (894ھ/ 1488ع)، (3) خاتمة الحيات (895 ھ/ 1489ع) جي نالن سان ڇپيل آهن. مثنوين ۾ جيڪي 'هفت اورنگ' جي نالي سان مشهور آهن، تن ۾: (1) مثنوي سلسلة الذهب (873 ھ/1468ع)، (2) مثنوي سلامان وابسال (885ھ/1480ع)، (3) مثنوي تحفة الاحرار (886 ھ/1481ع)، (4) مثنوي سبحة الابرار (887 ھ/1482ع)، (5) مثنوي يوسف زليخا (888ھ/ 1483ع)، (6) مثنوي ليلا مجنون (889ھ/ 1484ع)، (7) مثنوي خردنامہ سڪندي (890 ھ/1485ع) شامل آهن. نثر ۾ سندس تصنيفون: (1) تفسير، (2) شرح فصوص الحڪم، (3) رسالا في الوجود، (4) رسالا لا الٰہ الاالله، 5- شواهد النبوة، (6) اشعة اللمعات، (7) شرح رباعيات، (8) رسالہ تحقيق مذهب صوفي و متڪلم و حڪيم، (9) رسالہ مناسڪ حج، (10) مناقب، (11) نفحات الانس، خواجا عبدالله انصاري وغيره مشهور آهن.

**جان الله شاهہ 'ثالث'**: سيد مير جان الله ثالث، شاهہ عنايت شهيد جي وڏي خليفي مير جان الله شاهہ جو پڙپوٽو علي اڪبر شاهہ اول جو فرزند ۽ فقير قادر بخش بيدل جي مرشد گهراڻي جو چشم چراغ هو. جانُ الله شاهہ جي تعليم ۽ تربيت پنهنجي والدين وٽ تمام سٺي نموني سان ٿي. سنڌي، سرائڪي، هندي، فارسي ۽ عربيءَ جو ڄاڻو وڏو عالم ۽ فاضل هو. پنهنجي پيءُ جي وفات کان پوءِ مير جان الله اول جي پنجين پيڙهيءَ ۾ سندس درگاهہ جو گادي نشين ٿيو ڪيترا مسلمان توڙي هندو مريد هئس. جان الله شاهہ 'ثالث'، سنڌي، سرائيڪي، فارسي ۽ اردوءَ جو پختو شاعر هو. سندس ڪلام بيتن، ڪافين ۽ سہ حرفين تي مشتمل آهي. سندس ڪافيون گهڻو ڪري قديم وائيءَ جي فن تي آهن، يعني هر بند هڪ مصرع جو آهي. البت ڪيترين ڪافين ۾ تل ڏيڍوٽو يا ٻيڻوائس. ڪجهہ ڪافيون نئين انداز سان بہ لکيل آهن. سنڌي ۽ هنديءَ جي آميزش جي ڪري سندس شاعريءَ ۾ سٺي رنگيني آهي. ان کان سواءِ سندس شاعريءَ ۾ تصوف جا مسئلا بہ سمجهايل آهن تہ حسن ۽ عشق جو ذڪر بہ رنگين ۽ دلڪش نموني ۾ ڪيو ويو آهي. سندس شاعريءَ تي بيدل فقير جو نمايان اثر آهي، جو تہ هن ڪانئس علمي فيض پرايو هو. سندس ولادت ۽ وفات جون تاريخون نٿيون ملن. تذڪرن ۾ فقط ايترو لکيو ويو آهي. هن ويهين صدي عيسويءَ جي شروعات ۾ روهڙيءَ ۾ وفات ڪئي.

**جان الله شاهہ رضوي**: جان الله شاهہ ولد مير حيدر شاهہ رضوي، سيد محمد مڪيءَ جي اولاد مان هو. سندس وڏا پهريائين بکر ۾ رهندا هئا، پوءِ مرزا شاهہ بيگ جي زماني ۾ هي رضوي سادات بکر مان لڏي اچي روهڙي ۾ رهيا. مير جان الله شاهہ روهڙيءَ ۾ پيدا ٿيو سندس ننڍپڻ جا ڏينهن بہ اُتي گذريا. سندس تعليم ۽ تربيت پنهنجي ئي خاندان ۾ تمام سٺي نموني سان ٿي. سندس خاندان علمي لحاظ سان تمام وڏي درجي تي رسيل هو. هيءُ بہ علم جي وڏي درجي تي رسيو. ننڍپڻ کان سندس طبيعت غور ۽ فڪر واري هئي. سنڌونديءَ جي ڪناري تي ڏينهن جا ڏينهن تصوراتي ڪيفيت ۾ گذاريندو هو. هن ننڍپڻ کان ۾ شاهہ عنايت شهيد جي فيض جو پيالو پيتو. جان الله شاهہ، صوفي شاهہ عنايت شهيد جي وڏن خليفن ۾ اهم حيثيت رکندڙ ۽ خليفو اول هو. شاهہ عنايت شهيد جي سيني تذڪري نگارن شاهہ شهيد جي خليفن جو احوال لکندي سڀ کان پهرين مير جان الله شاهہ جو ذڪر ڪيو آهي. مير جان الله شاهہ هن سلسلي جو وڏي ۾ وڏو شاعر ۽ صوفي شاهہ عنايت جي فڪر جو شارح هو. مٿس شاهہ عنايت شهيد جي زندگيءَ جو بہ گهرو اثر هو. مير جان الله شاهہ رضوي فارسيءَ جو بهترين شاعر هو. سندس 'ديوان مير' گهڻو مشهور آهي. جان الله شاهہ رضويءَ جي شاعريءَ تي پروفيسر ڊاڪٽر محمد اسحاق ابڙي تحقيق ڪري "Editing and Exegesis of Diwan Sayyed Janullah Rizwi of Lohri (Rohri)" جي عنوان سان ٿيسز لکي، سنڌ يونيورسٽي مان پي ايچ ڊي جي ڊگري حاصل ڪئي.

جان الله شاهہ جي شاعريءَ جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو تہ سندس شاعريءَ ۾ تصوف جي وڏي اپٽار آهي. تصوف جي باريڪ نڪتن سان ڀرپور سندس ڪلام من کي موهيندڙ ۽ متاثر ڪندڙ آهي. شاهہ شهيد جو صوفياڻو فڪر مير جان الله جي شاعريءَ ۾ سٺي نموني سان ڏسي ۽ سمجهي سگهجي ٿو. جان الله جي شاعري مرشد جي فڪر جو آئينو آهي. ڪٿي ڪٿي 'اناالحق' جو آواز ۽ سرمد واري سرمستي آهي. وٽس منصور حلاج کان وٺي شاهہ شهيد تائين فڪري تسلسل آهي، هن جي شاعريءَ ۾ وحدت الوجود جي وائي گهڻي آهي. سندس شاعري ۾ گهڻن هنڌن تي حافظ کان صائب جو تذڪرو بہ ملي ٿو. جان الله شاهہ جي شاعريءَ مان معلوم ٿئي ٿو تہ سندس مطالعو ۽ مشاهدو تمام وسيع هو. جان الله جي ڪلام ۾ خواهشن پٺيان ڀٽڪڻ بجاءِ قناعت ۽ ڪندائتو ٿي رهڻ جي صلاح ۽ عارفاڻي حقيقت لاءِ محبت الاهي ۾ رهڻ جو سبق ڏنل آهي. جنهن عبادت مان انسان کي روحاني سڪون نٿو ملي، ان کي هو فضول سمجهي ٿو. سندس شاعري فني ۽ فڪري لحاظ سان اعليٰ ڳڻن سان ڀريل آهي. اهم ڳالهہ هيءَ آهي تہ هن جي ڪلام ۾ عظيم سنڌي تصوف جي روايت جي تاريخ آهي. سنڌي تصوف جي بلنديءَ جو ڇيهہ آهي ۽ صوفي شاعريءَ جو معراج آهي. ڀارت ۾ رهندڙ ڊاڪٽر هرومل 'خادم' 'سدا رنگاڻي' 'Persian Poets of Sindh' ۾ لکي ٿو تہ:

"Mir was greatly respected for his profound scholarship and his simple and Pious Life"

جان الله شاهہ رضويءَ 691 ھ/1291ع ۾ وفات ڪئي.

**جان الله شاهہ 'عاشق'**: مير جان الله شاهہ 'عاشق'، سيد منور علي شاهہ جو پٽ هو. روهڙي شهر جي صوفين جي سرواڻ مير جان الله شاهہ اول جي اولاد

مان هو. مير جان الله شاهہ ’عاشق‘ پيءُ جي وفات کان پوءِ درگاهہ جو سجاده نشين ٿيو. هن سيد عبدالوهاب شاهہ جيلاني پاڳاراڙيءَ واري کان روحاني فيض حاصل ڪيو ۽ علم جي تمام وڏي درجي تي رسيل هو. جان الله شاهہ ثاني ’عاشق‘ فارسيءَ جو صاحب ديوان شاعر ٿي گذريو آهي. هن سنڌيءَ ۾ به صوفيائي شاعري ڪئي آهي. سندس ڪلام ۾ عشق ۽ تصوف جي تنوار ۽ وحدت جي وائي موجود آهي. سندس شاعري پختگيءَ جي لحاظ سان به مٿانهين درجي جي آهي. وڏو فياض شخص هو. جيڪو به وٽس ايندو هو روحاني ۽ دنيوي فيض پرائي ويندو هو. پاڳاراڙيءَ واري بزرگ سان نسبت سبب سندس مائٽ مٿس ناراض ٿيندا رهندا هئا. جنهنڪري پنهنجي سائين سان گڏ روهڙي شريف جي واعظ واري مسجد ۾ رهندو هو. سيد جان الله شاهہ ’عاشق‘ 1255هہ/ 1839ع ڌاري وفات ڪئي. سندس مزار روضي کان ٻاهر شاهي دروازي تي آهي.

**جانان بيگم:** جانان بيگم عبدالرحيم خان ’خان خانان‘ جي زال هئي، جيڪو بهرام خان جو پٽ هو. هوءَ علم ۽ فضل ۾ ڪمال کي پهتل هئي. قرآن شريف جو هڪ تفسير به لکيو هئائين. جهانگير بادشاهہ سندس جمال توڙي ڪمال جي تعريف ٻڌي، ساڻس شادي ڪرڻ جي خواهش ظاهر ڪئي، پر بيگم، پنهنجا ڏند پيچي ۽ پنهنجا سپ وار ڪتري، ڳنڍڙي ٻڌي، جهانگير ڏانهن ڏياري موڪليا. بادشاهہ سندس مفهوم سمجهي، ڪيس پاڪدامن ڄاڻي تحسين پيش ڪئي. جان بيگم 1070هہ/1659ع ۾ وفات ڪئي. هيءُ شعر جانان بيگم جو آهي:

عاشق ز خلقِ تو پنهان چسان کند
پيداست از دو چشمِ ترش خون گريستين!

[عاشق پنهنجو عشق، خلق کان ڪهڙيءَ طرح لڪائي ٿو سگهي. سندس ٻنهي آلين اکين مان ظاهر آهي تہ هو رت ٿو روئي!]

**جانب آباد:** تعلقي روهڙيءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ٻارن جو ڳوٺ، معقول، بلند چاچڙ، اسماعيل ڌاريجو، ڏنڻ/ خانڻ چاچڙ، جعفر ناپر، دبر، حبيب جاگيراڻي ۽ نيڪ محمد جاگيراڻي.

**جان بابا جو مقبرو:** جان بابا جو مقبرو مڪليءَ ۾ آهي. مرزا عيسيٰ خان اول کي (1) محمد صالح، (2) سلطان ابراهيم، (3) مرزا جوهر، (4) مرزا سليمان، (5) مرزا زاهد، (6) مرزا باقي، (7) مرزا ناصر ۽ (8) مرزا جان بابا نالي پٽ هئا. جن مان جان بابا سڀني کان ننڍو هو. ڪيس سندس ڀاءُ مرزا باقي 978 هہ/ 1750ع ۾ قتل ڪرائي ڇڏيو. ڪيس هڪ پٽ هو. جنهن جو نالو مير عيسيٰ هو جنهن عيسيٰ ثاني جي نالي سان ترخان دور ۾ نالو ڪڍايو. جان بابا جو مقبرو انهيءَ عيسيٰ ثاني 1017 هہ/ 1608ع ۾ جوڙايو جيڪو مرزا باقيءَ جي اُن زال مان هو جيڪا سمن مان هئي.

هن مقبري ۾ ڪل 13 قبرون آهن، جن ۾ اڪثر اهي مقتول دفن آهن، جن کي مرزا باقيءَ مارايو ۽ مارائڻ بعد پانئجي ٿو تہ مرزا جان بابا ۽ ٻين مقتولن کي ترخاني گورستان کان بلڪل علحده جدا جاءِ تي پورايو ويو هو. موجوده مقبرو خوبصورتيءَ ۽ اڪرجي ڪم سبب پنهنجو مٽ پاڻ آهي. مقبري جي اڳيان ٿلهي تي ڇتائون ڏڪ (Portico) آهي، جنهن جي وڏاوڙن، پاسي ۽ درن وغيره تي گجراتيءَ ۽ سنڌي عمارت سازيءَ جو اثر نظر اچي ٿو. سمورو مقبرو مقامي پيلي پٿر کان وٺي اُڪرجي ڪم تائين سنڌي ثقافت جو آئينہ دار آهي. هن مقبري ۾ ڪم آيل گج گارو، پيلي پٿر وانگر مقامي آهي. هي مقبرو چوڪنڊو آهي، جنهن جي اندران ماپ 48x34 فوٽ آهي. اندر مرڪزي ٿلهي مٿان ڇت تي گول گنبذ آهي، محراب ۽ داخلي دروازي جو نقشو لاجواب آهي. خود احاطي جي ديوارن تي چوڌاري نقش ۽ نگار آهن. جيڪي هڪ ٻئي کان مختلف مرڪزي ٿلهي تي ست قبرون آهن. باقي قبرون ٿلهي کان هيٺ آهن.

ان کان سواءِ هڪ واڌاوڙو حجرو 25.6x20.2 فوٽن جو بعد جو شامل ڪيل آهي، جيڪو ڏکڻ طرف آهي. پر ان واڌاري جي اڏاوت اهڙي نموني ٿيل آهي جو اصل جو گمان ٿئي ٿو تہ شايد اهو رٿيل ئي ائين آهي. لنگهہ ڏکڻ طرف اٿس. اتر- اوڀر واري ڪنڊ ۾ زناني قبرستان جو احاطو آهي. نئين اڏاوت سميت سمورو مقبرو هڪ ٿلهي تي ٺهيل آهي. هيٺئر صرف ٻارنهن پيل پاون تي بيٺل آهي، جنهن مان 8 پيل پاوا ويڪرائيءَ ۾ ۽ 4 پيل پاوا ڊگهائيءَ ۾ استعمال ٿيل آهن. پيل پاون تي نقش اڪريل آهن. گنبذن جو تعداد ٽي آهي، اهي بہ گجراتي طرز جا لڳن ٿا، پر غور ڪبو تہ انهن تي سنڌي عمارتگري ۽ ثقافت جي اڪر آهي. اهي گنبذ ڪل 24 پيل پاون تي بيٺل آهن.



جان بابا ترخان جو مقبرو

سڄي تعمير مٿي ٿلهي تي بيٺل آهي ۽ ڏيڍي بہ ساڳي وڏايل ٿلهي تي ٺاهي ويئي آهي. ٿلهي جو اهو حصو اوچائيءَ ۾ ٻئي ٿلهي جيترو آهي. اڄ سڄي وڏايل ٿلهي تي اُڪر نظر ڪا نہ ٿي اچي. ٽنهي جون بہ آخري قطارون هٽايون ويون آهن. سڀني ٽنهي مان باقي ٻارهن بچيل آهن. ٽي منڍي واري پاسي ۽ چار لام واري پاسي ۾ آهن. اهي سڀ ٽنيا ٻسا ۽ هم چورس آهن. پر مٿي تاج وٽ ماڪيءَ جي مانارن جهڙي اڪر ڏسجي ٿي. بنيادن کان مٿان پٽين جو ٻاهريون پاسو پيئل نموني ونگن سان خانا هڻي سينگاريو ويو آهي. هر هڪ خاني جي شڪل چوڪنڊي آهي. فرش جي سنوت کان وٺي ونگدار خانن جي تري تائين. ٻاهرئين پاسي واريءَ پٽ تي اُڪر ڏسڻ ۾ اچي ٿي، جنهن ۾ هيٺئين پاسي ڏندي وچ ۾ آڪڙي طرز ۽ مٿان لڏڪٽا رکيل آهن. هن قسم جي اُڪر جي طرز ڏيڍيءَ جي اوپارئين حصي کي ڇڏي باقي پٽ جي ٻاهرئين پاسي کان چوڌاري ڦري اچي ٿي، پر ٻئي پاسي کان ونگون ۽ خانا ڪو نہ آهن.

ڏاکڻي در واري لنگهہ مٿان چوڪنڊو سر در (Lentil) آهي. جنهن جي چٽسائيءَ جو نمونو بلڪل سنڌي طرز جو آهي. اهو پٽ کان مٿي اوچو ۽

چوڪنڊي شڪل صورت ۾، وچ تي ڏاڪا. سامهون گهوڙين سان ٺهيل ڇجو اٿس. ڇجي جي ٻاهرئين پاسي هيري ڪٽ طرز جي چٽساليءَ جي قطار آهي. اوچي سردر مٿان تاج وانگر ڪنگرن جي قطار هنئي وئي آهي. هر هڪ ڪنگري مٿان ستارو اُڪريل آهي. اهڙا ڪنگرا ڪاهي پاسي کان ڪجهه بچي ويا آهن. محراب جي ان اڏاوت جي ڏاکڻي مهاڙي، اڪيچار قسمن جي اڪير واري چٽساليءَ سان سينگاريل آهي. انهن ۾ مکيه ۽ اهم چٽساليءَ جون طرزون ونگ وارن خانن ۾ آڪري نموني چٽيل آهن. منجهس گلاب جي تصوير اُڪريل آهي. اهڙي قسم جي اُڪر پاسي وارين پٽين تي به ڏسي سگهجي ٿي. ٻين پاسن وارين پٽين جي اُڪرن جا نمونا به ساڳي قسم جا آهن. در جي چانئٺ ۾ گول چنڊ جي پٿر (Moon Stone) تي ۽ مٿي سردر تي چوُرس دائريءَ تي مهندسي (Geometrical) چٽساليءَ جي وچ تي لهريدار گلن جون تصويرون آهن. هن چوڪنڊي اڏاوت جي اندرئين پاسي جي اُڪر، مٿئين اولي جي پٽ کان وٺي در جي سڌائيءَ وارن ونگن وارن خانن تائين ڏاڍي سجايل آهي.

محراب اولهندي واري پٽ ۾ آهي. ٻنهي پاسن کان ونگايون دريون اٿس. ستاءَ ۾ اڌ اٿاس آهي، جيڪو چٽين ونگن جي قطار ۽ ٽن ناليسرن جي هيٺان آهي. مقبري جو هيءُ حصو سڀ کان وڌيڪ خوبصورت آهي. ساڳيءَ ريت ٻاهران به محراب کي گهٽي کان گهٽو سينگاريو ويو آهي. محراب تي چٽسالي واري اُڪر واضح ۽ فطري آهي. محراب جي ٻاهرئين پاسي سامهون سنڌي طرز جا ٻه پاوا آهن، ٻه گهوڙيون به جڙيل نظر اچن ٿيون. گهڻو ڪري اهي ڏيئن رکڻ لاءِ ڏياٽيءَ طور بنايون ويون هونديون. پاون جا بنياد چوُرس آهن. مٿن مانڊاڻي نشانن جي اُڪر آهي. پاون جا مٿيان پٿر اٿاس شڪل جا آهن. اُڪر جي لحاظ کان ان کي اجا به ٻن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. يعني پائي جو پٿر وچ تي هم چورس ۽ پاسن کان اٿاس آهي. هر هڪ اٿاس پاسو زنجيريءَ جي اُڪر وارن چٽن سان سينگاريل آهي. مٿان تاج رکيل اٿس. محراب جي اندرئين ونگ کي اندرئين پاسي کان ڏنڊڙي لڳل آهي ۽ هيٺان گول دائرن تي اوپڙ جي چترڪاري آهي. ونگ جي نُڪرن ۾ گل اُڪريل آهن. منجهس ترخاني قسم جي چِٽ جي پڻ جهجهائي آهي. اهو خانو چوڪنڊي ورن تي ڏياٽيءَ جي چوڌاري ڦري اچي ٿو. مٿانئس چوُرسن جي هڪ قطار آهي، جن ۾ گلن جون تصويرون اُڪريل ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. هيءَ ڏندائين ونگ جي ونگڙ ۾ ڳڏوچڙ طرز جي لڙهه ٺٽيل آهي، هڪ چوڪور ٻاريءَ ۾، گل جي اُڪرن سان ڳڏ چوُرسا به آهن. ان کان پوءِ ونگن جون قطارون آهن. پهرين قطار ۾ چوُرس گل اڪريل آهن، ٻي قطار ڏيائن وٽان ايري ٿي، جيڪا اڌ گولن تي مشتمل آهي. هندي اڏاوتي طرز وارن مندرن ۾ اهڙي قطار ۾ هنج پکيءَ جون تصويرون اُڪريل هونديون آهن، پر هتي اهڙي قسم جي ڪا به تصوير موجود ڪا نه آهي. موجوده قسم جي ونگ سنڌي ورن جي آهي. ٽئين ونگ اوپڙ واري طرز سان آهي ۽ گول دائري واري پانيل تي مشتمل آهي. انهن ورن جون ونگون وري به چوڪنڊي ٻاري ۾ موجود آهن. ونگ جي نُڪرن تي گول گلن جي تصوير اُڪريل ڏسڻ ۾ اچي ٿي. اوپڙ جي هڪ ڳتيل طرز واري چٽسالي پڻ نظر اچي ٿي، جنهن جو نمونو آڪري آهي، جنهن ۾ اندر گول دائرا آهن. هر هڪ جي وچ تي هڪ نقطو آهي، جيڪي هڪٻئي کي ڪپين ٿا. آخري پٽي چوڪنڊي بيهڪ جي آهي، جيڪا ور وڪڙ شڪل واري گهوڙيءَ وٽان شروع ٿئي ٿي ۽ اولي جي صورت ۾ اڳتي وڌندي وڃي ٿي. فرش جي سنوت ۽ پيڙهه وارن ٻارن کان وٺي مٿي آڪري ورن جون ونگون آهن. هيٺان آڪري صورت سان لڙڪندڙ ڦلو آهي. ڪنڊن تي گول گلن جون ننڍيون تصويرون اُڪريل آهن. تنهن کان پوءِ هڪٻئي کي ڪپيندڙ گول دائرن جي قطار آهي. ان کان پوءِ گلن جي اُڪر جي قطار اچي ٿي. مٿيون ٻه قطارون سينڌ ونگ اندر آڪري ورن جون اُڪرون ڏيکارين ٿيون. وچ واري وٿيءَ ۾ اوپڙ طرز جي چٽن جي گهٽائي آهي. محراب کي اندرئون سينگارڻ جو طريقو جام نظام الدين جي محراب ۾ ليٽيل سنوت جي اُڪر جيان آهي ۽ گجرات جي مسجد واري نموني کان مختلف آهي، جن تي عام طور تي هڪ لڙڪيل طرز يا وچ تي گل جي تصوير اُڪريل هوندي آهي. اهڙيءَ ريت مرزا جان بابا جي مقبري جي پر واري مسجد جي اڏاوتي طرز نج سنڌي آهي ۽ آرائش ۾ وري اها ترخاني طرز سان به واسطو رکي ٿي.

اولاهين پٽ ۾ ٻاهرين پاسي محراب جي مٿان چوڪنڊي اڏاوت ڪئي وئي آهي، مٿس چٽسالي تمام جهجهي آهي. محراب جو هيءُ وڏاوڙو ڪاريگرن جي هنر ۽ ڪاريگريءَ جو مرڪز ٺٽيل آهي. اولي واريءَ پٽ مٿان وڏاوڙي وارو مٿاڇرو اوپڙ طرز جي چٽساليءَ سان پريو پيو آهي. هتي ونگن وارن خانن ۾ آڪري قسم جي طرز واري اُڪريل چٽساليءَ جو ورجاءُ ڪيو ويو آهي. اُڪر اهڙيءَ ريت ڪيل آهي جو هڪ انچ به چِٽ کان واندو ڪو نه آهي. ان آڪري اُڪر جو اندريون ۽ ٻاهريون پاسو اوپڙ جي ٽئين طرز جي چٽن سان پريل آهي، تنهن کان بعد هڪ لڙهه جي صورت ۾ جهالردار ونگن جو سلسلو آهي، جيڪو ور وڪڙ ڪائيندو اڳتي نڪري وڃي ٿو ۽ انهن ورن ۽ وڪڙن اندر ڪيترن ئي قسمن جون اُڪرون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. دروازي جي چوڪاٺي جون ٻانهيون اليڪي سنجڻ سان سينگاريل آهن. اٽين جيٽن اهي آڪري اُڪرون اولهه واري پٽ تي ايپي نموني چٽيل آهن، جيڪڏهن ڪين پاسي کان ڏسجي ٿو ته ليٽيل سنوت ۾ نظر اچن ٿيون. اهڙيءَ ريت ان جي وَٽ واري اُڪر سان ڏاڍو سهڻو آهي. هيءُ وڏاوڙو محراب مٿان چوڪنڊي اڏاوت کان اوچائيءَ ۾ ڪجهه ننڍڙو آهي. سندس اولهندي مهاڙي آڪري ونگن وارين طرزن سان سينگاريل آهي ۽ منجهس وچ تي گل جي تصوير چٽيل آهي. ان قسم جو سلسلو ليٽيل اُڪر واري طرز ۾ مٿي ۽ هيٺ وارين قطارن اندر ڏسي سگهجي ٿو. محراب جي پٽ جي مٿاڇري تي ٽيل اُڪر واري چٽساليءَ جي گهٽائي نظر اچي ٿي.

**جان بابا مرزا ترخان:** مرزا جان بابا ترخان، مرزا عيسيٰ بيگ ترخان اول جو پٽ، مرزا باقي ترخان جو ڀاءُ ۽ مرزا عيسيٰ بيگ ثانيءَ جو پيءُ هو. مرزا عيسيٰ اول جي هن پٽ مرزا جان بابا جي ڄمڻ جو سن معلوم نه آهي. مرزا عيسيٰ اول پنهنجن پٽن مان وڏي پٽ مرزا صالح ترخان کي وليعهد مقرر ڪيو. مرزا جان بابا پنهنجي ڀاءُ مرزا صالح سان گڏ هو پر 967 هه/ 1559ع ۾ مرزا محمد باقي پنهنجي پيءُ ۽ ڀائرن سان سرڪشي ڪري بغاوت ڪئي ۽ جنگ ڪيائين، پر شڪست کاڌائين. جلد ئي مرزا صالح کي هڪ غلام، مريد بلوچ قتل ڪري ڇڏيو جنهن کان پوءِ مرزا عيسيٰ مرزا جان بابا

جان بيمس

ڪي ولي عهد مقرر ڪيو، پر جڏهن مرزا عيسيٰ وفات ڪئي تڏهن ماهه بيگم جي سازش جي ڪري تخت تي مرزا باقي ويٺو. 975هه/1567ع ۾ مرزا جان بابا. جيڪو مرزا عيسيٰ ترخان جو وليعهد هو، ان حڪومت جي دعويٰ ڪئي ۽ هر طرف کان لشڪر جمع ڪري اچي ٺٽي پهتو. جنگ لڳي ۽ مرزا جان بابا شڪست کاڌي. آخرڪار انهيءَ نبيري لاءِ 978هه/ 1570ع ۾ سيد علي شيرازيءَ وچ ۾ پئي صلح ڪرايو ۽ مرزا محمد باقي مرزا جان بابا ۽



يادگار مسڪين ترخان کي ملازمت جي بهاني سان پاڻ وٽ سڏائي بيگناهه شهيد ڪري ڇڏيو. مرزا جان بابا جي وفات تي چيل قطعه تاريخ هن ريت آهي:

هاتف از گيب گفت تاريخش
ورنه عقل از جنون بصحرا رفت
طرح ميه است يا يکي تاريخ
'جان بابا ز دار دنيا رفت'

978هه

**جان بيمس** (Sir John Beames): سرجان بيمس، 21 جون 1837ع تي انگلنڊ جي شهر گرين وچ ۾ ڄائو. جنوري 1845ع ۾ 'اسٽريٿم' نالي هڪ اسڪول ۾ داخل ٿيو. بعد ۾ ڪيس مرچنٽ ٽيلر اسڪول ۾ داخل ڪيو ويو، جتي هن لاطيني، فرانسيسي، يوناني ۽ عبراني ٻوليون سکيون. هن پڙهائيءَ دوران هندستان جي ٻولي سنسڪرت ۾ انعام حاصل ڪيو ۽ تاريخ، جاگرافي ۽ رياضيءَ ۾به مهارت حاصل ڪئي. 1858ع ۾انڊين سروس ۾ شامل ٿيو. ان وقت سندس عمر 21 سال هئي، هو ملازمت جي سلسلي ۾ هندستان جي شهر ڪلڪتي ۾ پهتو. هن ڪلڪتي ۾ هندي ۽ بنگالي ٻولين تي مهارت حاصل ڪئي ۽ اهڙو امتحان به پاس ڪيو. امتحان بعد هن جي پهرين مقرري پنجاب جي شهر گجرات ۾ ٿي. هو 1859ع کان 1861ع تائين، اٽڪل 13 ورهيه پنجاب ۾ رهيو. ان دوران 10 ڊسمبر 1859ع تي سندس شادي ٿي. هن جي مگ ايلس انگلينڊ مان اچي دهليءَ پهتي، جتي سندن شادي ٿي. 1861ع کان پوءِ بنگال بدلي ڪيو ويو، جتي هيءُ جدا جدا هنڌن تي ڪمشنر ۽ روينيو بورڊ جو ميمبر وغيره ٿي رهيو. هڪ اعليٰ سرڪاري منصب تي فائز هوندي به جان بيمس روزاني 2 ڪلاڪ سخت پابنديءَ سان ڪتابن پڙهڻ ۽ هندستان جي علمي، ادبي حالتن تي سوچ ويچار ڪرڻ تي صرف ڪندو هو. پاڻ هڪ هنڌ ڄاڻايو اٿس ته "مون کي ڏيهي ادب جي تحقيق ۽ مطالعي جو شوق 'مسٽر رابرٽ ڪالڊو ويل' جي ڪتاب تقابلي گرامر (Competative Grammar of the Dravidian or South Indian, Family of Languages) جي پڙهڻ کان پوءِ پيدا ٿيو ۽ آريائي ٻولين تي پنهنجي پاران خيال آرائي ڪرڻ جو خيال جاڳيو. جنهن کي پايه تڪميل تي پهچائڻ لاءِ مان ڪيترن پرديسي عالمن ۽ اديبن سان مليس ۽ انهن کان ان ڪم ۾ مدد وٺڻ لاءِ ڪافي ڪوششون ڪيم، پر انهن ۾ خير ڪي ڪامياب ٿيس. نه فقط ايترو پر منهنجي شوق ۽ ذوق کي پوري ڪرڻ لاءِ ڪنهن منهنجي ٿلهي همت افزائي ڪرڻ جي تڪليف به گوارا نه ڪئي. ان کان پوءِ پنهنجي خواب جي تعبير لاءِ پنهنجو پاڻ تي ڀاڙيم ۽ پختو ارادو ڪري پنهنجي ڪم کي لڳي ويس".

وڌيڪ ڄاڻائي ٿو ته شروع ۾ جن ڪتابن کان هن مدد ورتي، تن ۾ ڪيتريون بنيادي ۽ قبيح غلطيون موجود هيون، پر اهي گهڻو ڪري منجهيل ۽ بي ترتيب به ڏسڻ ۾ پئي آيا. ان ڪري انهن جي مطالعي کان پوءِ منهن موڙي ملڪ جي مزدور هارين، نارين ۽ عام ماڻهن سان ملڻ ۽ دور دراز جاين تي وڃي ملاقاتون ڪرڻ لڳو. گويا هيءُ هن جو هڪ 'فيلڊ ورڪ' هو. جو جان بيمس عملي طور تي انجام تي ڏنو. ان سلسلي ۾ جان بيمس ملڪ جي اتر اولهه جي ڏورانهن علائقن جو پڻ دورو ڪيو ۽ اتي جي مختلف مقامي ٻولين جو تحقيقي جائزو ورتو ۽ انهن جي باري ۾ ڪافي معلومات حاصل ڪيائين. ان باري ۾ هن ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ ۽ سر جارج اسٽئڪ جي لکيل ڪتابن مان پڻ وڏو فائدو ورتو. سنڌي زبان متعلق لکي ٿو ته اها هن ڪتابن جي ذريعي سکي ۽ ان بابت ٽرمپ جي تحرير ڪيل ڪتابن کي خاص طور تي پنهنجي آڏو رکيائين. ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ پنهنجي جڳ مشهور گرامر ۾ سنڌي ٻوليءَ جي لهجن (Dialects) کي ٽن حصن: سري، وچولي ۽ لاڙي ۾ ورهايو آهي، پر هيءُ صاحب ان کان به گهڻو اڳتي وڌي، پنهنجي عملي آزمودي ۽ عيني مشاهدن موجب پنهنجي مشهور تصنيف: 'هندستان جي جديد زبانن جو هڪ تقابلي گرامر' A Competative Grammar of the Modern Languages of India: Vol-3) ۾ لکي ٿو ته سنڌي زبان ۾ اڃا به گهڻائي لهجا موجود آهن ۽ سندس خيال موجب سنڌ ۽ پنجاب جي سر زمين تي هر ڏهن ميلن جي پنڌ تي ٻوليءَ جو لهجو ڦري ٿو. ان نڪتهٔ نگاهه کان جان بيمس جو اهو مشاهدو ڪيڏو نه حقيقت تي مبني آهي.

جان بيمس پنهنجي مٿينءَ راءِ جي تائيد ۾ لاڙ جو مثال پيش ڪندي لکي ٿو ته: لاڙ ۾ ٿر ۽ ڪڇ جو ڀاڱو پڻ اچي وڃي ٿو، پر انهن جي ٻوليءَ جو طريقو ۽ لهجو پنهنجو پنهنجو آهي. ان ڪري سنڌ ۾ ٻوليءَ جي مستقل جي حدبندي ڪرڻ هڪ مشڪل ۽ محال امر آهي. اڳتي هلي هن صاحب پنهنجي مٿي ذڪر ڪيل ڪتاب ۾ سنڌي لفظ 'هتي' (There) جا ديوناگري زبان ۾ 13 نمونا پيش ڪيا آهن ۽ اهڙيءَ طرح وري سنڌي لفظ مان (1) جون ٽي صورتون بيان ڪري ٿو ۽ انهن ۾ ڄاڻائي ٿو ته 'مان' جو لفظ اڪثر 'شڪارپور' ۽ سري واري ڀاڱي ۾ مروج آهي'. جان بيمس پنهنجي ڄاڻايل ڪتاب ۾ سنڌي زبان بابت لکي ٿو ته: "هن ۾ گويا ڪيترائي جهنگلي گل موجود آهن، جن جي فطرتي سونهن ۽ دلڪش راحت جيڪا مون ڏٺي ۽ محسوس ڪئي آهي، سا هندستان جي اوڀرندي طرف وارين ٻولين ۾ بنهه ڏسڻ ۾ نه ٿي اچي!"

جان بيمس جو مٿي ڄاڻايل ڪتاب ٽن جلدن ۾ آهي، جن مان پهريون جلد 1872ع ۾ لنڊن مان ڇپائي پڌرو ڪيو ويو هو ۽ ان ۾ سنڌي، پنجابي، هندي، گجراتي، اڙيا، مرهٽي ۽ بينگالي زبانن بابت عالماڻو ذڪر ۽ بحث مباحثو ڪيو ويو آهي، هندستان جي مذهب ۽ فلسفي تي پڻ دل کولي روشني وڌل آهي. هن ڪتاب جو ٻيو جلد 'گرامر' تي مشتمل آهي ۽ اهو 1875ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو هو هن ۾ اسم، ضمير، صفت، حرف علت، جنس، عدد، حالت ۽ صحيح تلفظ وغيره تي محققاڻو بحث ڪيل هو ۽ ڪن جاين تي وڌيڪ صفائي ۽ وضاحت پيش ڪرڻ لاءِ فارسي، ديوناگري ۽ انگريزي لفظن کان به مدد ورتل هئي. هن وقت هي ٻئي ڪتاب اڻلڀ آهن.

جان بيمس هڪ ٻيو ڪتاب 1867ع ۾ هندستان جي فلسفي بابت 'Out Lines of Indian Pholosophy' پڻ لکيو هو ۽ 'مسٽر ايڇ. ايليٽ (Mr. H. Elliot) جي هڪ ڪتاب 'Supplement Glossary of Indians' کي پڻ ترتيب ڏنو هئائين. هن صاحب جا 'جرنل آف رايل ايشياٽڪ سوسائٽي، بينگال' ۽ 'امپيريل ايشياٽڪ رويو' ۾ پڻ وقت بوقت علمي، ادبي ۽ معلوماتي مضمون ڇپبا رهندا هئا. جان بيمس پنهنجي زندگيءَ جو احوال 'Memories of a Bengal Civillization' (1891ع) ۾ لکيو آهي. هن جا ٻئي مکيه ڪتاب اردوءَ ۾ ترجمو ٿي چڪا آهن، جڏهن ته سنڌس ڪتاب 'Out Line of Indian Philology' جو سنڌيءَ ۾ ترجمو سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ، آگسٽ 1994ع ۾ 'هندستاني زبانن جو جائزو' نالي سان ڇپائي پڌرو ڪيو هو هيءُ ترجمو ڊاڪٽر نواز علي شوق ڪيو هو، جنهن جي ٻن لفظن ۾ ڊاڪٽر فهميده حسين لکيو آهي ته "جان بيمس جي هڪ ڪتاب 'آئوٽ لائين آف انڊين فلالاجي' جو ترجمو توهان جي هٿن ۾ آهي، جنهن ۾ هن لسانيات جي عام شاگردن لاءِ هندستان جي ٻولين جي حوالي سان پنهنجو اڀياس پيش ڪيو آهي. (ص: 3)". جان بيمس کي اٺ ٻار ٿيا. هن جا پٽ جيئن ئي پڙهڻ لائق ٿيا ته هن ڪين انگلينڊ موڪلي ڏنو ملازمت جي آخري سالن ۾ هن فيصلو ڪيو ته سنڌس ڪٽنب انگلينڊ وڃي. 1890ع کان 1893ع تائين هندستان ۾ ٽي سال هو اڪيلائيءَ جو عذاب ڀوڳيندو رهيو جان بيمس 1893ع ۾ نوڪريءَ تان رٽائر ٿي انگلينڊ پهتو جتي هن پنهنجي زندگيءَ جا آخري ڏينهن سمرسيٽ ۽ ڪليودن شهر ۾ گذاريا ۽ 1902ع ڌاري 65 ورهين جي عمر ۾ وفات ڪيائين.

**جانڻو:** ملهه جو هڪ داءُ جنهن ۾ مخالف ملهه جي رانديگر کي ٽنگ جي مُريي ۾ وڪڙ هڻي، ڪيس زمين تي ڪيرائيندو آهي. ملهه جا ٻيا داءَ به گهڻا آهن پر هيءُ خاص داءُ آهي، جيڪو مخالف کي ڏَسي، هيٺ ڪِرڻ تي مجبور ڪري وجهندو آهي.

**جان پولن:** جان پولن سنڌ ۾ ڪليڪٽر ٿي رهيو هو ڊبلن ۾ پڙهيو 1869ع ۾ ڪميشن پاس ڪيائين. 1874ع کان 1878ع تائين ڍُڪار جي خاص ڊيوٽيءَ تي فائز رهيو مارچ 1879ع ۾ اسپيشل سيٽلمينٽ ڊيوٽي ڪيائين. وقتي انڊر سيڪريٽري ٽو بمبئي گورنمينٽ، پوليٽيڪل ۽ ڪلر ڊپارٽمينٽ (1880)، اسسٽنٽ ڪمشنر ۽ برانچ انسپيڪٽر جنرل آف رجسٽريشن ۽ اسٽيمپس سنڌ جي حيثيت سان اپريل 1881ع تائين رهيو سنڌي ٻوليءَ جي بهترين ڄاڻو هئڻ ڪري ڪيس حڪومت جو سنڌي ترجمي نگار مقرر ڪيو ويو مئي 1886ع کان 1887ع تائين ميرپورخاص جو ڪليڪٽر رهيو جتان ڪيس بدلي ڪري حيدرآباد جو وقتي ڪليڪٽر ۽ مئجسٽريٽ مقرر ڪيو ويو مارچ 1892ع تائين جونيئر ڪليڪٽر ۽ مئجسٽريٽ جي حيثيت ۾ ڪم ڪيائين. جون 1896ع ۾ سينيئر ڪليڪٽر ۽ مئجسٽريٽ جو عهدو ماڻيو. 1900ع ۾ ڪمشنر ڪسٽمز بڻيو 7 اپريل 1902ع ۾ ايڊيشنل ميمبر آف ليجسليٽو ڪائونسل بمبئي ٿيو 1903ع ۾ سي آءِ اي مقرر ٿيو جولاءِ 1903ع ۾ رٽائرمينٽ وٺڻ کان پوءِ لکڻ پڙهڻ جي ڪم ۾ لڳي ويو ۽ ڪيترائي ڪتاب لکيائين، جن ۾ 'لائينز فرام رشين ايس' اهم آهي. هو قانون ۾ ڊاڪٽريٽ هئڻ ڪري پنهنجي وقت جو بهترين وڪيل پڻ هو اهوئي سبب هو جو ميرپورخاص ضلعي جي ڪليڪٽرن واري بورڊ تي سنڌس نالي پٺيان ڊاڪٽر لکيل آهي.

**جان جيڪب:** جنرل جان جيڪب، 11 جنوري 1812ع تي انگلنڊ جي سمرسٽ نالي شهر ۾ ڄائو هو هڪ پادري 'اسٽيفن لانگ جيڪب' جو پٽ هو هن ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي هڪ قومي مرڪز 'ايڊس ڪومب اسڪول' ۾ تعليم حاصل ڪئي. هن اسڪول مان تعليم حاصل ڪندڙ نوڪري ڪرڻ لاءِ پابند هوندا هئا. هن 16 سالن جي عمر ۾، 11 جنوري 1828ع تي ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ ۾ سيڪنڊ ليفٽيننٽ جي عهدي تي هندستان جي صوبي گجرات ۾ پنهنجون ڏميواريون سنڀاليون. 14 مئي 1836ع تي ليفٽيننٽ ۽ سگهو ئي پوءِ ڪئپٽن جي عهدي تي ترقي ماڻيائين.



1838ع ۾ پهرين افغان جنگ ۾ ڪيس فوج جي هڪ قافلي جي سلامتيءَ لاءِ خانگڙهه چوڪيءَ جو عملدار مقرر ڪيو ويو ان کان پوءِ ڪجهه ڏينهن جهرڪن واري فوجي ڪئمپ ۾ گذاريائين. انگريز لشڪر سان گڏ سکر ۽ شڪارپور روانو ٿيو ان دوران ڪجهه عرصو بکر واري قديم قلعي ۾ رهندي، سکر بکر ۽ روهڙيءَ جو جاگرافيائي مطالعو ڪري سکر ۽ روهڙيءَ کي پل وسيلي ڳنڍڻ جو خاڪو تيار ڪيائين، جيڪو اڳتي هلي لئنسڊائون پل جي شڪل ۾ نروار ٿيو 1843ع ۾ جڏهن انگريزن سنڌ تي قبضو ڪيو تڏهن سر چارلس نيپيئر ڪيس جنرل جي عهدي تي مقرر ڪيو. هن خانگڙهه ۾ قبائلي سردارن جي بغاوت کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪم ڪيو 1847ع ۾ ڪيس خانگڙهه جو پوليٽيڪل سپرنٽينڊنٽ مقرر ڪيو ويو ڪجهه وقت کان پوءِ هن خانگڙهه جو نالو بدلائي پنهنجي نالي جي پٺيان 'جيڪب آباد' رکي ڇڏيو جيڪب آباد تي سنڌس نالو هئڻ سبب ڪيس هيءُ شهر گهڻو پيارو هو جنهن جي ترقيءَ لاءِ هيءُ مسلسل ڪوشش ڪندو رهيو 13 اپريل 1855ع تي ليفٽيننٽ ڪرنل ۽ 20 مارچ 1857ع تي ڪرنل جي عهدي تي ترقي ماڻيائين. 1857 جان جيڪب هتي 'هارس ۽ ڪيٽل شو' جو بنياد وڌو جنهن جو سبب هن علائقي جا اعليٰ نسل وارا گهوڙا هئا. اهو هارس ۽ ڪيٽل شو مختلف وقتن تي اڄ تائين منعقد ڪيو ويو وڃي. جنهن ۾ گهوڙن جي ڊوڙ چوپائي مال جي نمائش ۽ عام ماڻهن جي وندر لاءِ

مختلف اسٽال لڳايا ويندا آهن. ڪن ماڻهن جو خيال آهي ته ان شهر ۾ آزاديءَ جي تحريڪ جا متوالا مير عنايت شاهه شاهپوري، دريا خان جکراڻي، دلمراد خان کوسو، مير بجار خان آزاديءَ لاءِ گوريلا ويڙهه جاري رکندي انگريز سرڪار کي پريشان ڪندا رهندا هئا، جن جي قوت جو مدار سندن اعليٰ نسل ۽ طاقتور گهوڙن تي هو. انهيءَ پسمنظر ۾ شايد جان جيڪب سوچيو ته جيڪڏهن هن علائقي جا پلا گهوڙا انگريز سرڪار جي حوالي ٿي وڃن ته پوءِ ماڻهو انگريزن جو ڪجهه بگاڙي نه سگهندا. تنهنڪري هن هارس ۽ ڪيٽل شو منعقد ڪرائي پلن گهوڙن تي انعام اڪرام ڏيڻ ۽ اهي خريد ڪرڻ جو مقصد ذهن ۾ رکيو هوندو. پر عام راءِ اها آهي ته جان جيڪب ماڻهن جو همدرد ۽ سماجي ڀلائيءَ جي ڪمن ۾ اڳيرو رهندو هو. هن وٽ خود هڪ پلي نسل جو گهوڙو موجود هو، جنهن جو هن نالو ميسينجر رکيو. جيڪو سندس حياتيءَ ۾ ئي مري ويو. ان گهوڙي جي قبر جا نشان جيڪب آباد جي ريڊ ڪريسنٽ اسپتال ۾ موجود آهن. جيڪب آباد جو گهنٽا گهر، جنهن کي وڪٽوريا ٽاور به چيو وڃي ٿو، اهو به جان جيڪب جي ڪوشش سان تعمير ٿيو. جيڪو سندس سئوٽ ڪرنل ايس ايس ڊزائين ڪيو ۽ راڻي وڪٽوريا جي راڄ جي سلور جوبليءَ جي موقعي تي مقامي زميندارن ۽ سماجي تنظيمن جي چندي سان تعمير ڪرايو ويو هو. اهو گهنٽا گهر 60 فوٽ اوچو هڪ مينار جي شڪل ۾ آهي، جنهن کي چئني پاسن کان گهڙيال لڳل آهن. جيڪو اڄ به موجود آهي. جان جيڪب فوجين جي رهائش لاءِ هتي ڪالونيون ٺهرايون. هن شهر جا ٻيلا ۽ جهنگ صاف ڪرائي آسپاس جي بلوچن ۽ ٻين قبيلن کي هتي آباد ڪيو. ان کان سواءِ ڪبوتر خانو ۽ ٽاور به ٺهرايو جنهن ۾ مختلف نسلن جا ڪبوتر پاليا ويا، جيڪي خطن جي ترسيل جو ڪم ڏيندا هئا. اهو ڪبوتر خانو به معمولي تبديلين سان جيڪب آباد ۾ موجود آهي. جان جيڪب جي دور ۾ مليريا جي بخار جي دوا ڪوئنين ايجاد ٿي چڪي هئي ۽ هو اهڙن مريضن کي ان دوا جون پڙيون ڏيندو رهندو هو جنهن جي ڪري بخار لهي ويندو هو فائدو ٿيڻ تي ڪجهه سادا ۽ ڪمزور عقيدي وارا ڳوٺاڻا کيس پير جي حيثيت به ڏيندا هئا. هو سماجي ڀلائي لاءِ پتوڙيندو هو جان جيڪب هڪ ذهين عملدار، انجنيئر ۽ مڪئنڪ هو هن شهر ۾ هڪ گهڙيال ناهيو جيڪو اڄا تائين وقت، تاريخ، ڏينهن ۽ چنڊ جا تاريخوار نشان ٻڌائيندو آهي. اهو گهڙيال ڊي. سي جيڪب آباد جي ريزيڊنسيءَ ۾ اڄ به موجود آهي. هيءُ گهڙيال زمين کان 5 فوٽ مٿي هڪ شيشي جي ڪٻٽ ۾ نصب ٿيل آهي. هيءُ گهڙيال ٻن پاسن وارو آهي. هن جي هڪ پاسي جيڪو ڏيک آهي، انهيءَ ۾ پاڪستان اسٽئنڊرڊ ٽائيم، هفتي جو ڏينهن، عيسوي سن جو مهينو ۽ چنڊ جي تاريخ جو نظام رکيل آهي، جنهن تحت چنڊ جي تاريخ پٽاندر شڪل ڏسي سگهجي ٿي. يعني جڏهن چنڊ جي پهرين تاريخ هوندي آهي ته صفا هلڪي ڪريسنٽ واري شڪل نظر ايندي آهي ۽ چوڏهين تاريخ تائين مڪمل چنڊ جي شڪل نظر ايندي آهي ۽ جيئن جيئن چنڊ جي تاريخ اڳتي ويندي آهي، اها شڪل وري گهٽجي ويندي آهي. ٻئي پاسي هن گهڙيال ۾ ساڳئي وقت گرين وچ ٽائيم ڏسي سگهجي ٿو هن گهڙيال جا پرزا گهٽي پاڳي پتل جا جڙيل آهن، جيڪي مختلف وزن جا آهن، جن مان ڪو هڪ ڪلو ڪو پنج ڪلو ته ڪو وري ڏهه ڪلو وزن تائين آهي. انهيءَ

گهڙيال جا 80 ڪان مٿي پرزا آهن. هن گهڙيال جي مٿان تاريخي نوعيت جو هڪ گهنڊ پڻ نصب ٿيل آهي، جيڪو هر ڪلاڪ تي وڄندو آهي. هن گهڙيال جو پنڊوليم ايرائي مڻ وزن جو آهي ۽ هيٺ ان جو وزن 6 مڻ آهي جيڪو چين ذريعي گراڙيءَ کي هلائي ٿو ۽ اهو پينڊوليم هيٺ 60 کان 70 فٽ پاڻيءَ جي کوهه ۾ لهندو رهندو آهي ۽ ان ذريعي اهو گهڙيال هلندو رهي ٿو هيٺ پاڻيءَ جي کوهه ۾ مقناطيس لڳل آهي، جنهن جو وزن اڍ مڻ آهي. هن گهڙيال ۾ هينڊل وانگر هڪ چابي به آهي، جنهن کي به ماڻهو ڦيرائيندا آهن ۽ اها چابي 15 ڏينهن تائين ڪارگر رهي ٿي. هن گهڙيال جي ڊائل تي ڪلاڪن لاءِ به ڪانٽا آهن ۽ هفتي جي ڏينهن لاءِ پڻ نشان اڪريل آهن.

جان جيڪب 46 سالن جي عمر ۾ 5 ڊسمبر 1858ع تي وفات ڪئي. کيس وصيت موجب گورا قبرستان جيڪب آباد ۾ دفنايو ويو.

**جانجهه**: هيءُ ساز جو هڪ قسم آهي، جيڪي گهٽي پاڳي پتل يا ڪَنجهي جي مخروطي وٽين يا ڪٽورين تي مشتمل ٿيندين آهن. (ڏسو: **ٽليون، جلد ٻيو**). جيڪي مندرن ۾ ستسنگ يا پڳتيءَ جي موقعي تي وڄايون ويندون آهن. هي ٽَليون جئين ته گول وَٽين وانگر هونديون آهن. ان ڪري انهن ۾ ننڍڙيون لارون وِڌيون ويندون آهن ۽ اُهي ڌاڳن سان ملائي وَڄايون ويندون آهن. جانجهه وَڄائڻ لاءِ ٽَلين جون به جوڙيون ڪم آنديون وينديون آهن. مُک پڳت يا راڳي تنبوري ۽ باجي



تي ڳائيندو آهي ۽ ٽوليءَ ۾ موجود ٻيا پڳت يا راڳي جانجهه ۽ ڪرتالون وڄائي پڳتي ڪندا آهن. ٿر ۾ جانجهه جي وَٽين کي 'ڪانسيا' به چئبو آهي. خاص ڪري پوپيا ماڻهن جي جن ڪيڻ واري هڪ وهمي عمل/ عقيدتي عمل دوران چار پنج جَٽا گڏجي جانجهه ۽ دهل وڄائيندا آهن. ٿر جا لوڪ فنڪار ۽ پڳت عام گيتن، ڪلامن ۽ ڀڄنن دوران جانجهه/ ٽَليون وڄائيندا آهن. موهن پڳت کان وٺي پُڳڙي پڳت تائين سمورن پڳتن جي راڳداريءَ ۾ جانجهه يا ٽَلين کي وڏو عمل دخل رهيو آهي.

**جاندار** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب جاويد عباسيءَ جو لکيل آهي، جنهن ۾ علم حيوانات جي ڪجهه موضوعن جو ذڪر آهي، جن ۾ جاندارن جي درجي بندي، جنسي ورثاءُ، پلين، آڪيرن ۽ آنن، ريڙهيون پائيندڙ جانورن، مڇين، پکين ۽ ٿڻائتن جانورن جي لڏپلاڻ، جاندارن جي چمڙي، پکين جي بناوت بيان ڪئي وئي آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1995ع ۾ سنڌي لئنگئيج اٿارٽي حيدرآباد مان شايع ڪيو ڪچي جلد جي 72 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 25 روپيا آهي.



**جانڊهه:** اٽي پيهڻ جو وڏو جنڊ. جنهن کي هٿ سان هلائي نه سگهبو آهي، ان ۾ ڳڌهه ٻڌندا آهن. ڳڌهه کي جانڊهه جي مٿئين پُڙ سان ٻڌي، ان جي اکين تي اکياڙي ٻڌي ڇڏيندا آهن ان بعد ڳڌهه پاڻهي يا هلڪي چوڪ ڏيڻ سان ڦرندو رهندو آهي ۽ جانڊهه ۾ اٽو پيسبو رهندو آهي. اڳئين دور ۾ غالباً پٿر تي اٽو پيهڻ جو رواج هو. پوءِ وري اکريءَ ۾ اٽو پيهبو هو. ان بعد جنڊُ ايجاد ٿيو. ننڍو جنڊ عورتون هٿ سان استعمال ڪنديون هيون. جڏهن ته وڏو جنڊ جنهن کي ’جانڊهه‘ يا جانڊاهه چوندا آهن. ان ۾ غلام يا قيدي کي ٻڌي، اٽو پيسرايو ويندو هو. سنڌ جي جيلن ۾ قيدي جانڊهه ۾ اٽو پيهندا آهن

**جانسم موهني** (راڳڻي): هيءَ ڪلياڻ ٺاٽ جي راڳڻي آهي. ڳرنٿن ۾ هن کي شو ياڪلياڻ جي نالي سان به سڏيو ويو آهي. هيءَ مڌم تار تي ڳائبي آهي. هيءَ ڪلاونتي راڳڻي سان ملندڙ آهي. هن راڳڻيءَ جو وادي سُر ڪرج ۽ سموادي سُر پنچم آهي. آروهي: سا ري گا پا ڌا ن سا، ۽ امروهي: سا ني ڌا پا گا پا گا ري سا ني ڌا سا اٿس.

**جانش بهادر ۽ جان بيگ:** جڏهن اڪبر بادشاهه سنڌ تي قبضي ڪرڻ لاءِ مشهور سپهه سالار عبدالرحيم خانخانان کي مقرر ڪيو ۽ سنڌ ۾ سندس جو لشڪر پهتو ته ان وقت ان سان گڏ مير معصوم بکري به گڏ هو سنڌ ۾ ان وقت ميرزا جاني بيگ ترخان جي حڪومت هئي. خان خانان 14 صفر 999هه/1590ع تي اڪبر بادشاهه جي حڪم سان سنڌ لاءِ روانو ٿيو. جنهن جي ماده تاريخ مولانا فيضيءَ هيٺينءَ ريت ڪڍي:

’قصدتته‘
999هه

اڪبر بادشاهه خانخانان ۽ مير معصوم کان سواءِ گهٽ ۾ گهٽ پنجاهه ٻيا نامور امير ۽ جنگي جوڌا سنڌ تي قبضي لاءِ چونڊيا، جن مان سپهه سالار جانش بهادر ۽ جان بيگ سر فهرست آهن. جانش بهادر هڪ ٿي تلوار جي وار سان ڪيترن ئي ماڻهن جا سر قلم ڪري سگهندو هو جان بيگ لاءِ مشهور هو ته هو گهوڙي جي رڪابن تي پير رکي بيهي وڙهندو هو يا وري زمين تي لهي وڙهندو هو.

**جان شير خان:** اسڪواش راند جو مشهور رانديگر، جان شير خان 1969ع ۾ پشاور پرسان ڳوٺ نوان ڪلي ۾ پيدا ٿيو جتان هاشم خان، اعظم خان، روشن خان ۽ جهانگير خان جهڙا عالمي شهرت يافته اسڪواش جا چيمپين اپريا آهن.



جان شير خان اٺن سالن جي عمر ۾ ئي اسڪواش جي ميدان تي لٿو سينگاپور اوپن چيمپيئن شپ، ملائيشيا اوپن چيمپيئن شپ، عالمي چيمپيئن شپ کٽيائين ۽ ڪيترن سالن تائين هن اسڪواش جي دنيا تي راڄ ڪيو آهي ۽ ناقابل شڪست فاتح رهيو آهي.

**جان ڪيٽس** (John Keats): مشهور انگريز شاعر جان ڪيٽس جو جنم 1795ع ڌاري لنڊن ۾ ٿيو. هن جي پيءُ جو نالو ’ٿامس‘ هو. ڪيس به ڀائر ۽ هڪ ڀيڻ هئي ۽ هيءُ سڀني کان وڏو هو. 1804ع ڌاري هن جي پيءُ جو روڊ حادثي ۾ موت ٿيو ڪجهه عرصي کان پوءِ هن جي ماءُ ٻي شادي ڪئي، پر اها شادي ناڪام ٿي. پوءِ سڀئي ٻار پنهنجي نانيءَ جي گهر ايڊمنٽن ۾ وڃي رهڻ لڳا. هن جي ماءُ 1810ع ڌاري ٽي. بي جي بيماريءَ سبب گذاري وئي.



ڪيٽس پنهنجي تعليم ’پروگريسو ڪلارڪ اسڪول‘ مان حاصل ڪئي، جتي هن اينيئڊ (Aeneid) جو ترجمو ڪيو 1814ع ڌاري هن جو پهريون نظم ’Lines in Imitation of Spenser‘ نالي ڇپيو 1817ع ڌاري هن جو ڪتاب ’Poems by Jhon Keats‘ نالي ڇپيو پر اهو مشهور ٿي نه سگهيو. 1818ع ڌاري اينڊيميئن، 1819ع ڌاري ’دي ايو آف ايس ٽي ايجنس‘ ۽ ’لابيل ڊيم سينس مرسي‘ نالي نظمن جا ڪتاب ڇپيا. ساڳئي عرصي دوران هن جون مشهور ڏڪاريل ڪوتائون: ’On a Grecian Urn‘، ’To a Nightingale‘ ۽ ’To Psyche‘ وغيره ڇپيون، جن هن کي ’امر‘ ڪري ڇڏيو 1820ع ڌاري ڪيٽس تمام گهڻو بيمار ٿيو سيپٽمبر 1820ع تي هيءُ روم ويو ۽ ان ئي سال پنجويهن سالن جي ڀوڳ جوانيءَ ۾ نومبر 1820ع تي وفات ڪري ويو.

**جانڪي دادي:** جانڪي داديءَ جو جنم 1916ع ۾ حيدرآباد سنڌ ۾ ٿيو هوءَ هن وقت دنيا جي جڳ مشهور روحاني رهنمائن مان هڪ آهي. جن سڄي دنيا ۾ امن ۽ پائيچاري جو پيغام ڏنو آهي. هن 21 سالن جي عمر کان روحانيت جي پرچار شروع ڪئي ۽ لڳ ڀڳ دنيا جي 100 ملڪن ۾ وڃي ماڻهن کي روحاني درس پئي ڏنو آهيءَ پنهنجي ڏاهپ ۽ صلاحيت سان ماڻهن کي مطمئن ڪيو آهي. ان حوالي سان جانڪي داديءَ 2000ع ۾ بيروت ۾ (اسڪول جي بهتر تعليم ۽ سوشل پروگرام) بابت تفصيلي ليڪچر ڏنو، جيڪو يونيسڪو طرفان منعقد ڪرايو ويو هو. جنهن ۾ 20 ملڪن جي ماڻهن شرڪت ڪئي هئي. ان کان سواءِ به جانڪي دادي سياست، مذهب، سائنس، تعليم، نفسيات ۽ ٻين ڪيترن اهم موضوعن تي ليڪچر ڏئي چڪي آهي. جانڪي دادي ڪيترن ڪتابن جي ليکڪا به آهي. سال 1999ع ۾ سندس ٻه اهم ڪتاب: ’Wing of Soul‘ ۽ ’Pearls of Wisdom‘ ڇپيا. هندستان ۾ سندس نالي سان منسوب هڪ ادارو قائم ڪيو ويو آهي، جيڪو ڪيترن ئي ماڻهن جي سهائتا ڪري رهيو آهي. جانڪي دادي دنيا جي ڪيترين ئي وڏين تنظيمن جي ميمبر پڻ آهي ۽ هن وقت 95 سالن جي عمر ۾ به پنهنجي مقصد تي اٽل آهي. جانڪي داديءَ کي انساني خدمتن لاءِ زندگي وقف ڪرڻ جي اعتراف ۾ 2005ع جو اوارڊ "The Courage of Conscience Award" ڏنو ويو اهو اوارڊ دنيا ۾ تمام گهٽ ۽ اهم ماڻهن کي مليو آهي، جيڪو "The Peace Abbey" تنظيم طرفان امن، انصاف ۽ اهنسا لاءِ جاکوڙيندڙ شخصيتن کي ڏنو ويو آهي. اهو اوارڊ اڳ ۾ جن شخصيتن کي ڏنو ويو، تن ۾: دلائي لاما، مدر ٽريزا، مئخول گورباچوف، جم هينسن، مهاتما گانڌي، رابرٽ فرانسز ڪينيڊي ۽ لينن شامل آهن.



**جانڪي ديوي ٽانواڻي:** جانڪي ديوي، موٽو مل ٽانواڻيءَ جي نياڻي هئي. سندس جنم، فيبروري 1914ع ۾ ٺارو شاهه (ضلعي نوشهري فيروز) ۾ ٿيو. هوءَ ديش ڀڳت ۽ ڪانگريسي سوچ جي هئڻ ڪري عورتن ۾ ڪانگريس جي پرچار ۽ لاءِ ڪم ڪندي رهي. ان ڏس ۾ 1942ع جي 'هندستان خالي ڪريو تحريڪ' (Quit India Movement) ۾ ٻه مهينا، حيدرآباد سينٽرل جيل ۾ بي ڪلاس جي قيديءَ جي حيثيت ۾ قيد ڪاٽيائين. هوءَ 1943ع ۾ ٻه ڪراچي جيل ۾ قيد رهي. ورهاڱي کان پوءِ ناگپور جي ڪملا ڪالونيءَ ۾ رهندي هئي.

**جانگياري:** تعلقي گهوڙنڪي جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ملان چتو، مبارڪ شاهه بغدادي، مزاري ڪولاچي، ارباب ڪلوڙ، وڏيا، ڏڪڻ، جمعو پتو، ڪوڙو تگڙ ۽ پير بخش ڏاريجو.

**جانگين:** تعلقي ڪنڊ ڪوٽ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ سائينداد جاگيراڻي آباد آهي.

**جانگهيان:** تعلقي ٽنڊي محمد خان جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

الهه رکيو جگسي، واحد ڏنو جگسي، هارون جگسي، حاجي ماهي خاصخيلي، ڏٽي پرتو خاصخيلي، عارف ڪوسو، عمر ميمڻ، يوسف ميمڻ، جمعو خاصخيلي، رب ڏنو نوتڪاڻي، محمد خان نوتڪاڻي ۽ اسماعيل جگسي.

**جان مارشل:** موهن جي دڙي جي کوٽائي ڪندڙ مشهور آرڪيالاجسٽ. سر جان مارشل جو جنم 19 مارچ 1876ع ۾ چيسٽر برطانيا ۾ ٿيو سندس دلچسپيءَ جا مضمون تاريخ ۽ قديم آثار هئا. ان ڪري هن کي 1902ع ۾ هندستان جي قديم آثارن لاءِ سروي واري محڪمي جو ڊائريڪٽر جنرل مقرر ڪيو ويو. هن کان اڳ انهيءَ عهدي تي اليگزينڊر ڪنگهام فائز هو. جان مارشل نئين ڪنڊ ۾ قديم آثارن جي بچاءَ ۽ پڌرائيءَ لاءِ ڏاڍي ڪوشش ڪئي. ان جو مثالي ثبوت سندس دور جا هيٺيان دستاويز آهن:



(1) Archaeological Works code

(2) Ancient Monuments Preservation Act 1904

انهن دستاويزن هتان جي قديم آثارن کي قانوني، فني ۽ تاريخي تحفظ مهيا ڪيو ۽ انهن جي کوٽائيءَ جو ڪم به شروع ٿيو سر جان مارشل جو پورو نالو 'Sir John Harbert Marshall' هو هن جي تعليم ڊيلوچ ڪاليج ۽ ڪنگس ڪاليج ڪيمبرج ۾ ٿي. هن مڪاني آثارن جي ڄاڻ کي سروي، کوٽائين ۽ مرمت جا ڪم ڏنا. سندس مکيه دريافتن ۾: ٽيڪسلا، موهين جي دڙي، سانچي، سارناٿ کان سواءِ ڪانجهيءَ جي زماني جو هڪ ماڳ Knossos ۽ پونوچ سمنڊ لڳ يوناني ٻيٽن ۾ ماڳ Crete شامل آهن. هن ٽيڪسيلا جون کوٽايون 1913ع ۾ شروع ڪرايون جيڪي 20 سالن تائين جاري رهيون. هن ٽيڪسلا ۾ ئي 1918ع ۾ 'Site Museum' جو بنياد رکيو سانچي ۽ سارناٿ جي خدمت سان لاڳاپيل ماڳن تي ڪم ڪرايو هن 1922ع ۾ کوٽائيءَ دوران سنڌ جي قديم تهذيب موهين جي دڙي جي صورت ۾ ڳولي لڌي. هن 'Knossos' ۽ 'Crete' تي 1898ع کان 1901ع جي وچ ۾ ڪم ڪرايا هئا. ان ڪري نئين ڪنڊ ۾ اچڻ کان اڳ ۾ به هن کي کوٽاين جي پوري ڄاڻ هئي. ٽيڪسيلا ۽ موهين جي دڙي جي کوٽاين تي سندس ٽي ٽي شاهي جلد ڇپيل آهن، جن کي اڄ به هتان جي آرڪيالاجيءَ ۾ بنيادي حيثيت آهي. هن جو ٻيو هڪ ڪتاب 'Guide to Texila' آهي. موهين جي دڙي هن کان پوءِ 'Mackay' ڪم شروع ڪرايو جنهن جي رپورٽ به ڇپيل آهي. سرجان مارشل 1928ع ۾ گلڊ فورڊ شهر ۾ وفات ڪئي. انهيءَ وچ ۾ هن کي 1914ع ۾ سندس ڪيل خدمتن جي بطور 'Knighthood' ۽ 'سر' جو خطاب مليو ۽ وري سبڪدوشيءَ بعد 1936ع سڄي 'United Kingdom' جي 'Academic' جو 'Fellow' چونڊيو ويو هو. هن جي ٻين ڪتابن ۾ هيٺيان ڪتاب شامل آهن:

(1) Buddhist Art of Gandhara 1960

(2) Bagh Caves in Gwaliar state, 1927

(3) Monuments of Sanchi (3Vol)

(4) Guide to Sanchi 1918

**جان محمد 'جانڻ' منگي:** جان محمد 'جانڻ' 1886ع ڌاري شڪارپور ۾ پيدا ٿيو شروعاتي تعليم ورنيڪيولر-2 مان حاصل ڪري 'شڪارپور اڪيڊمي' ۾ داخل ٿيو ۽ ميٽرڪ جو امتحان هاءِ اسڪول مان پاس ڪري ٽپيدار مقرر ٿيو جان محمد 'جانڻ' کي شعر و شاعري ڪانسواءِ مطالعي جو به گهڻو شوق هوندو هو. سندس ذاتي لائبرريءَ ۾ هزارين ڪتاب هوندا هئا. سنڌي ڪانسواءِ اردو، پارسي، انگريزي ۽ سرائيڪي ٻولين جو به ڄاڻو هو. سنڌ جي مشهور شاعرن آغا صوفي، گل محمد 'زيب' مگسي ۽ ٻين سان گهرا تعلقات هئس. سندس ڪلام حيدرآباد جي صوفي اخبار ۾ ڇپبو هو. جان محمد 'جانڻ' 1943ع ڌاري وفات ڪئي.

**جان محمد، عباسي 'فدا':** شاعر جان محمد عباسيءَ جو جنم 1882ع ڌاري تعلقي ڪڪڙ لڳ ڳوٺ ٻورڙي ۾ ٿيو. ورنيڪيولر فائينل ۽ ٽي سال ٽريننگ جا پاس ڪيائين. تعليم جي حصول کان پوءِ هن پنهنجيءَ عملي زندگيءَ جو آغاز استاد جي حيثيت سان ڪيو. 1909ع کان 1910ع تائين اسسٽنٽ ماستر رهيو اتان بدلي ٿي ڪراچي ضلعي جي مختلف اسڪولن ۾ استاد جي حيثيت سان پنهنجا فرض سرانجام ڏيندو رهيو. کيس ننڍي هوندي کان ئي شعر ۽ شاعريءَ سان شوق هو. شاعريءَ ۾ سندس تخلص 'فدا' هو سندس ٻه ڪتاب ڇپيل آهن، جن ۾ 'ديوان فدا' ۽ 'بحث مسئل تناسخ' شامل آهن. هيءَ 1922ع ۾ وفات ڪئي.

**جان محمد عباسي، مولانا:** مولانا جان محمد ولد مولانا غلام رسول عباسي، 1 جنوري 1925ع تي ڳوٺ ٻيڙي خان چانڊيو، تعلقي لاڙڪاڻي ۾ پيدا ٿيو سندس والد ناليوارو عالم ٿي گذريو آهي، جنهن پنهنجي ذهانت، ديانت، علم ۽ عمل سان نه رڳو پنهنجي علائقي کي متاثر ڪيو پر سنڌ، بلوچستان، ايران ۽ افغانستان تائين پنهنجي علم کي ڦهلايو هو علائقي جو وڏو طبيب ۽



حڪيم ٻه هو سنڌس مدرسي جو نالو 'دارالفيوض' هو. هن ديني خدمتون سرانجام ڏنيون. مولوي علي محمد ڪاڪيپوٽي علامه اقبال ڪي ٽي سال تعليم ڏني هئي.

مولانا جان محمد عباسي پرائمري تعليم پنهنجي ڳوٺ ٻيڙي خان چانڊيي مان حاصل ڪئي. فاضل عربيءَ جو امتحان سنڌ يونيورسٽيءَ مان سڄي سنڌ ۾ پهرين پوزيشن سان پاس ڪيائين. درس نظامي جامع مظهرالعلوم ڪوٽڙا مان مولانا عبدالعزيز کان حاصل ڪيائين. ان کان پوءِ اسلامي تبليغ سان لاڳاپجي ويو. 1954ع ۾ ڪيس جماعت اسلامي لاڙڪاڻي جو امير مقرر ڪيو ويو. 1963ع ۾ خيرپور ريجن ۽ حيدرآباد ريجن جو امير رهيو. ون يونٽ جي خاتمي کان پوءِ 1970ع کان 1997ع تائين لڳاتار جماعت اسلامي سنڌ جو امير رهيو. ان تنظيم جو ملڪي سطح تي نائب امير به رهيو. سنڌس شمار جماعت اسلاميءَ جي مکيه اڳواڻن ۾ ٿئي ٿو.

هن سياست جي شروعات بلدياتي اليڪشن سان ڪئي ۽ 1960ع کان 1971ع تائين يونين ڪاميٽيءَ جو چيئرمئن رهيو. 1970ع ۾ قومي اسيمبليءَ جي سيٽ تي پيپلزپارٽيءَ جي اميدوار ممتاز علي ڀٽي ۽ مسلم ليگ جي قاضي فضل الله سان مقابلي ۾ فارم ڀرايائين، پر ڪامياب نه ٿي سگهيو. 1977ع ۾ شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جي مقابلي ۾ فارم ڀرائيندڙ هيءُ اڪيلو اميدوار هو پر ڪامياب نه ٿي سگهيو.

ڪجهه عرصو صحافت سان به لاڳاپيل رهيو ۽ هڪ سال تائين هفتيوار 'پاڪستان' جو ايڊيٽر رهيو. اپريل 1979ع ۾ ايران جي انقلاب جي سرواڻ آيت الله خمينيءَ سان ملاقات ڪيائين. ايران کان سواءِ افغانستان، قطر، بنگلاديش، ڪويت، سعودي عرب، انگلينڊ، ترڪي ۽ آمريڪا جا مختلف وقتن تي دورا ڪيائين.

**جان ملٽن** (Jhon Milton): جان ملٽن جو جنم 9 ڊسمبر 1608ع تي لنڊن جي برڊ اسٽريٽ ۾ ٿيو. هن جي پيءُ جو نالو سينيئر جان ملٽن هو ۽ والده جو نالو ساره جيفري هو. هن بنيادي تعليم ايس ٽي، پائو جي اسڪول مان ورتي. جتي هن لاطيني ۽ يوناني ادب کي پڙهڻ شروع ڪيو. هن 1625ع ڌاري 'ڪئمبرج يونيورسٽيءَ' جي 'ڪرائسٽ ڪاليج' مان مئٽرڪ پاس ڪئي ۽ 1629ع ڌاري بي.اي جو امتحان ڪئمبرج يونيورسٽيءَ مان پاس ڪيائين ۽ 3 جولاءِ 1632ع ۾ ايم.اي جي ڊگري حاصل ڪيائين. ڪئمبرج يونيورسٽيءَ مان فارغ ٿيڻ ڪانپوءِ 1632ع کان 1637ع تائين 'هارٽن' ۾ وڃي پنهنجي پيءُ سان رهيو ۽ اوائلي ادب، خاص طور شاعريءَ جي صنفن جو مطالعو ڪيائين. هن جو تعلق پيوريٽن فرقي سان هو هيءُ دولت مشترڪ جو ملازم به هو ادبي لکڻين جي شروعات ڪاليج واري دؤر کان ٿي ڪيائين. 1626ع ڌاري پهريون ڀيرو هن لاطيني ٻوليءَ ۾ 'Ekgia Prima' مرثيو لکيو. هن 1629ع ڌاري ٻه اهم نظم لکيا: (1) 'On the Death of a Fair in fant'، (2) 'On the morning of chirists Nativity' ۽ وري 1630ع ڌاري شيڪسپيئر تي 'The Poem on Shakespear' لکيائين. 1637ع ڌاري هن



ڪاليج جي يادن بابت Lycidas نالي شاعريءَ جو ڪتاب لکيو چيو وڃي ٿو ته ملٽن Lycidas، بادشاهه ايڊورڊ (Edward) کي ڀيٽا ڏيڻ لاءِ لکيو هو.

1649ع ڌاري 'Magistrets' ۽ 'The Tenure of kings' لکيائين. 1654ع ۾ اکين ۾ سائي موتئي جي ڪري هميشه لاءِ انڌو ٿي ويو ڪجهه عرصي ڪانپوءِ هن چوڏهن سٽن وارو نظم 'On his Blindness' لکيو جنهن کي انگريزيءَ ۾ سانيٽ 'Sonnet' سڏيو ويو.

هن پهرين شادي 1651ع ڌاري ميريءَ سان ڪئي، جيڪا 1652ع ۾ وفات ڪري وئي، ٻي شادي 12 نومبر 1656ع تي ڪيائين، جيڪا پڻ 1658ع ۾ مري وئي ۽ ٽين شادي 24 فيبروري 1663ع تي ايلزبيٿ سان ڪيائين. 1959ع ڌاري هن جو ڪتاب 'A Tratise of Civil Power' ڇپيو هن ڪيترا نثري نظم لکيا. ملٽن جو مشهور نظم 'Paradise lost' آهي، جيڪو هڪ طويل نظم هو ان ملٽن کي مشهور ڪيو هيءُ بيانيه انداز ۾ لکيل مذهبي نظم آهي، جنهن ۾ خدا، شيطان، آدم، حوا، جنت، جهنم ۽ انهن ۾ رهندڙ فرشتن جو ذڪر ڪيل آهي، هيءُ طويل نظم هن 1664-1658 ڇهن سالن جي محنت کان پوءِ تيار ڪري ڇپايو ۽ وري 1671ع ڌاري 'Paradise Regained' شايع ٿيو 8 نومبر 1674ع تي هن بڪين جي مرض سبب وفات ڪئي، ڪيس چرچ آف ايس. ٽي. گلس ڪرپلگيٽ ۾ دفنايو ويو.

**جان ميڪسويل ڪوئٽزي** (John Maxwell Coetzee): ڏکڻ آفريڪا جي ناول نگار، نقاد، مترجم، نوبل انعام يافته شخصيت جان ميڪسويل ڪوئٽزي جو جنم 9 فيبروري 1940ع تي ٿيو هن جو والد وڪيل، جڏهن ته ماءُ اسڪول ۾ استاد هئي. جان مئڪسيول ايس. ٽي جوزف ڪاليج ۾ پڙهيو بعد ۾ رياضي ۽ انگريزي ڪيپ ٽائون يونيورسٽيءَ ۾ پڙهيو اتان 1961ع ۾ بي اي آنرس انگريزيءَ ۾، جڏهن ته رياضيءَ ۾ به گريجوئيشن ڪيائين. 1962ع ۾ هن برطانيه ۾ ڪمپيوٽر پروگرامر طور ڪم ڪيو 1963ع ۾ برطانيه ۾ قيام دوران هن (Ford Madox Ford) ناول تي مقالو لکيو جنهن تي ڪيپ ٽاؤن يونيورسٽي طرفان هن کي (ماسٽر آف آرٽ) جي ڊگري سان اعزازيو ويو ان کان پوءِ جان ڪوئٽزي ٽيڪساس جي يونيورسٽيءَ مان 1969ع ڌاري 'لسانيات' ۾ ڊاڪٽريٽ ڪئي. 1968ع ۾ هن نيويارڪ جي اسٽيٽ يونيورسٽيءَ ۾ انگريزي ادب پڙهڻ شروع ڪيو. نيويارڪ 'بفالو' ۾ رهندي هن پنهنجو پهريون ناول 'Dusk lands' لکيو. ٿوري عرصي بعد هيءُ ڪيپ ٽائون موٽي ويو ۽ اتي ڪيپ ٽائون يونيورسٽيءَ ۾ انگريزي ادب پڙهائڻ شروع ڪيو ان کان پوءِ 1983ع ۾ هن کي ترقي ڏيئي ادب جو پروفيسر مقرر ڪيو ويو 2002ع ۾ رٽائر ٿيڻ کان پوءِ هو آسٽريليا هليو ويو، جتي ڪيس آسٽريليا جي ائڊليڊ يونيورسٽيءَ جي انگريزي شعبي ۾ اعزازي ريسرچ فيلو طور رکيو ويو هو سوشل ٿاٽ ڪميٽيءَ تي شڪاگو يونيورسٽيءَ ۾ 2003ع تائين پروفيسر رهيو جان ڪوئٽزي کي پنهنجي ڪيريئر جي دوران ڪيترن ئي اعزازن ۽ انعامن سان نوازيو ويو هن کي



سندس ناول (Waiting for the Barbarians) لکڻ تي ٽئلنٽ بلئڪ ميموريل پرائيز ڏنو ويو. هن کي ٽي دفعہ ’سي. اين. اي‘ (C.N.A) جي اعزاز سان نوازيو ويو. هن جي ناول ’Age of Iron‘ کي ’Express Book of the Years Award‘ سان نوازيو ويو. ان کان سواءِ 1995ع ۾ هن کي ’The Master of Petersburg‘ ناول لکڻ تي ’Irish Times International Fiction Prize‘ ڏنو ويو. هيءُ پهريون ليکڪ هو، جنهن کي ٻہ دفعا ’بکر پرائيز‘ ڏنو ويو. پهريون انعام ’First for life & times of Mixhael K‘ 1983ع ۾ ۽ ٻيو انعام ’Disgrace‘ ناول لکڻ تي ڏنو ويو ۽ اهڙي نموني سان اهو انعامن جي طويل سلسلو 2 آڪٽوبر 2003ع اوج تي پهتو. جڏهن هن کي ’ادب جي نوبل انعام‘ سان نوازيو ويو. هيءُ چوٿون آفريڪي هو، جنهن کي ايڏي اعزاز سان نوازيو ويو. جان ڪوئٽزي وڪيل بہ رهيو. 1963ع ۾ جان ڪوئٽزي فلاپا جبر سان شادي ڪئي. هنن جي 1980ع ڌاري طلاق ٿي ويئي. هنن کي ’جسيلا‘ نالي هڪ ڌيءَ ۽ ’نڪولس‘ نالي هڪ پٽ جو اولاد ٿيو. جيڪو هڪ حادثي ۾ 23 سالن جي عمر ۾ وفات ڪري ويو.

**جان نثار خان:** جان نثار خان جيدي، شاهجهان (1627-1658) جو وفادار ملازم هو. ديانت خان جي وفات کان پوءِ هيءُ احمد نگر جو قلعي دار مقرر ٿيو. کيس چاليهہ هزار روپيا راهہ خرچ جي مد ۾ مليا. هن کي پنج سئو منصب ۽ پنج سؤ سوار ڏيئي مکي جهنگل جو فوجدار مقرر ڪيو ويو. ان کان پوءِ هيءُ سيوهڻ جو فوجدار مقرر ٿي آيو. جڏهن شاهي فوجن قنڌار واري قلعي تي چڙهائي ڪئي ۽ اوسي پاسي جا صوبيدار توڙي فوجدار پنهنجي سپاهہ سميت مدد لاءِ اوڏانهن وڃي پهتا تہ جان نثار خان بہ پنهنجي علائقي مان اوڏانهن ويو ۽ انهيءَ مهم جوئيءَ لاءِ خدمتون سرانجام ڏنائين. هن کي سيوهڻ کان بکر موڪليو ويو. جتي يوسف محمد خان جي بدليءَ سبب پنهنجي عهدي تي فائز ٿيو ۽ انهيءَ سال ئي وفات ڪري ويو.

**جاڻ چن:** صوفي فقير جان محمد ’جاڻ‘ چن، 1313 هجري مطابق 1895ع ڌاري ڳوٺ ’ترڙي هاجران‘ جي ديني عالم فقير محمد حسن چن جي گهر ۾ جنم ورتو. سندس امڙ جو نالو رحيم خاتون هو. فقير جاڻ چن کي مرشد طرفان ’صادق علي‘ جو خطاب ڏنو ويو. سندس والد مولوي محمد حسن فقير بلوچستان جي هڪ بروهي گهراڻي مان شادي ڪئي هئي، جنهن مان کيس 3 نياڻيون ۽ 7 فرزند ٿيا. جن مان ٻہ فرزند محمد قاسم ۽ عبدالرزاق چن ننڍپڻ ئي وفات ڪري ويا. فقير جاڻ پنهنجي



حيات ڀائرن ۾ چوٿين نمبر تي هو سندس ڀائرن کيس ننڍي سال هڪ مدرسي ۾ پڙهڻ لاءِ ڇڏيو پر قرآن پاڪ جون ڪجهہ ايمون ئي پڙهيو تہ ان تي مدرسي جي استاد چيو تہ هيءُ ڪو نہ پڙهندو، وڃي ڌنار ڪيوس. هن ان کانپوءِ ڪا بہ ظاهري تعليم نہ ورتي، تنهنڪري سندس ابتدائي ڪرت جهنگ ۾ مال چارڻ ۽ اڪيلائي هئي. انهيءَ دور ۾ پاڻ سيد عبدالقادر جيلانيءَ تي اعتقاد رکندو هو ۽ هر مشڪل وقت ۾ ’ياد دستگير‘ جي صدا بلند ڪندو هو 11 ورهين جي چمار جو ٿيو تہ سندس والد بزرگوار رحلت ڪري ويو. 1919ع ۾ لاڙڪاڻي مان هليل خلافت تحريڪ ۾ پنهنجي ننڍي ڀاءُ بخشل چن سان گڏجي سياسي خدمت پڻ ڪيائين ۽ انقلابي شعر چيائين. ائين سندس شاعري جوش، جذبي، درد، هارين، پورهيت ۽ انقلاب جي موضوعن تي جاري رهي. 30 ورهين جي چمار ۾ وارهہ تعلقي جي ڳوٺ ڪتياڻ جي هڪ ڪتياڻ گهراڻي مان شادي ڪيائين. کيس 5 نياڻيون ۽ چار پٽ پيدا ٿيا. شاديءَ کان پوءِ هڪ هندو جي زمين تي هاريو ڪيائين. هندن ڀاران هندستان لڏي وڃڻ کان پوءِ اها زمين کيس الاٽ ٿي، پر پاڻ اها ڪو نہ ڪنيائين. هاري تحريڪ ۾ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي سان ڀرپور ساٿ ڏيندي انقلابي نظم چيائين:

ڪري سجاڳي! جلدي جاڳي، هاري ٿيو هوشيار!
بگهڙ اٿيا توَ خون پيئڻ لاءِ.

هاري تحريڪ کان پوءِ سندس ڪلامن زور ورتو. يڪتاري تي ڪلام ڳائيندو هو ۽ سنڌ جي ننڍين وڏين درگاهن تي حاضري ڀريندو رهندو هو. کيس عشق حقيقي جي ميخ لڳي، ’الله جو پنڌ ڪاڏي آ‘ جي جستجو ۾ نت نوان صوفياڻا ڪلام ڳائيندو. حق ۽ سچ جي ڳولا ۾ نڪري پيو. الاهي عشق ۾ زارو قطار روئندو بزرگن جي حاضري ڀريندو رهيو. 1951ع ۾ صوفي شاعر مهدي سائين جهانيان وٽ پهتو. سندس آمد تي مهدي سرڪار هيءُ ڪلام ڳايو:

يار اچي ٿو ڏاڙهيءَ وارو،
وڄندو هائي نغارو.
آيو اٿئو ڏاڙهيءَ واري جو وارو،
وڄندو هائي نغارو.

موٽ ۾ فقير جاڻ چن پنهنجي اندر جي اور هيٺئين ڪلام ۾ ڪئي:

ذاتي صفا تي هي شعر اسا ڏا، قلبي ذڪر ڪميندي هون،
ونحن اقرب، ويجها ٿيو سي روجي رمز ليندي هون،
محبت مست و مست بنايا، دونها درد دکيندي هون،
تن وچ تاران ڪِرن پچاران وحدت نال وڄيندي هون.

مهدي سرڪار جي مريد ٿيڻ کان پوءِ سندس اندر وڏيڪ اجرو ٿي ويو. صدر ايوب ۽ پوءِ وزيراعظم ذوالفقار علي ڀٽي آڏو عوامي شاعري پڙهيائين. سکر جيل ۾ ايوبي مارشل واري دؤر ۾ قيد پڻ ڪاٽيائين، جڏهن کيس آزاد ڪيو ويو تہ ضد ڪري ويهي رهيو تہ مون تي وڏيري حاجي عمر ڦلپوٽي وارن جيڪو ڪيس ڪيو آهي اهو درست آهي ۽ مون کي ان جي معافي نہ پر سزا کپي. ائين ڏهن مهينن جي جيل دوران پاڻ ڳائيندو وڄائيندو پنهنجو عشق ريجهائيندو رهيو اتي ئي مهدي سرڪار جي اجازت سان سندس پهريون طالب (مريد) محمد پناهہ ٿهيم ٿيو ۽ جيل کان نڪرڻ کانپوءِ سندن مريدي جو اهو سلسلو وڌيڪ پراثر بڻجي ويو. پاڻ نفي ۾ گذارڻ لڳو. سندس هيليون ڪلام مشهور آهي تہ:

وڪامي وياسين دلبر جي در تي،
ڪندو قرب پنهنجو ٻانهي جي گهر تي.

صوفياڻي شاعريءَ تان 1991ع ۾ مٽس ڪجهہ مولوين ڀاران واجب القتل جي فتويٰ جاري ٿي. آخري وقت فقير صاحب گهڻو عليل رهيو. وفات کان

هڪ ڏينهن اڳ پنهنجي هڪ رياضتي طالب امن عليءَ کي آگاهه ڪيائين ته هو ايندڙ رات هن دنيا کان مظهر مٽيندو ۽ ائين ئي ٿيو جو پاڻ پهرين شعبان 1416هه/ 24 ڊسمبر 1995ع آچر جي ڏينهن فجر مهل وفات ڪيائين. فقير جاڻڻ چن جي مختصر سوانح ۽ ڪلام 'حق اثبات' جي نالي سان ياور علي ڪاظمي ۽ محبت علي پاران ترتيب ڏنو ويو جنهن جي نئين سر ترتيب حڪيم اعجاز حسين چانڊيئي ڏني آهي، اهو ڪتاب روشني پبليڪيشن طرفان 2009ع ۾ شايع ٿيل آهي. ساڳيو ڪتاب سنڌي ساهت گهر حيدرآباد طرفان به ڇپايو ويو.

**جاڻڻ سونارو**: جاڻڻ ولد خانڻ سونارو پنهنجي وقت جو سٺو عوامي شاعر ٿي گذريو آهي. هن دادو شهر ۾ 1892ع ڌاري جنم ورتو. سندس مادري زبان سرائڪي هئي، هن جي شاعري سنڌيءَ ۾ آهي، جنهن ۾ عربي ۽ فارسي لفظن ۽ محاورن جو جوڳو استعمال ٿيل آهي. ڪلام جو ڪافي حصو مذهبي رنگ ۾ آهي. سندس ڪلام وقت جي نامور ڳائڻن: استاد عاشق علي خان، استاد الهڏني نوناريءَ، مائي جيوٽيءَ ڳايو سندس ڪلام رڪارڊ به ٿيا، جيڪي انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ جي ميوزڪ لائبريريءَ ۾ موجود آهن. عمر جي پڇاڙيءَ ۾ هن جي صحت ٺيڪ نه رهي ۽ 1950ع ڌاري اکين کان وڌو ۽ ڪنن کان گهبرو ٿي پيو بهرحال زماني جي ڦيرين گهيرين ڪري اباڻو ڳوٺ ڇڏي، سنڌو درياهه جي اوڀرندي پاسي شاهپور جهانيان کان ٿورو پرڀرو 'انگڙي ڳوٺ' ۾ وڃي مائٽن جي پاڙي ۾ رهيو جتي سندس نياڻي پرڻيل هئي. اتي ئي 60 سالن جي عمر ۾ 1952ع ۾ وفات ڪيائين ۽ کيس پرواري قبرستان ۾ دفنايو ويو هن سرائڪي ڪلام به چيو ۽ اردوءَ ۾ به طبع آزمائي ڪئي. سندس ڪلام ٽڙيل پکڙيل صورت ۾ ڪجهه لکيل ۽ ڪجهه برزبان ملي ٿو.

**جاڻڻ فقير**: مولوي جان محمد سومري عرف 'جاڻڻ فقير' ولد ڪريم ڏني سومري جو جنم 1910ع ڌاري ڳوٺ مريد سينار، ضلعي شڪارپور ۾ ٿيو ابتدائي تعليم اباڻي ڳوٺ مان حاصل ڪيائين. 1935ع ڌاري فوج ۾ ڀرتي ٿيو پر ستت ئي فوج جي نوڪري ڇڏي ڳوٺ ۾ اچي رهڻ لڳو سندس رغبت شاعريءَ طرف ننڍپڻ کان هئي. اهوئي سبب هو جو جيئن ڦوهه جوانيءَ کي رسيو تيئن سندس جذبن ۾ پڻ نکار آيو هن جي ڪلام جو مجموعو 'ڪليات جاڻڻ فقير' سندس فرزند عبدالجبار 'عبد' ترتيب ڏنو آهي. جاڻڻ فقير مسلسل 40 سال شڪارپور ۾ قرآن شريف جي تعليم ڏني. هن صوفي منش بزرگ ۽ شاعر 5 جولاءِ 2006ع تي وفات ڪئي.



**جانواڻي**: جانواڻي، هي ملاح ۽ مهاڻا آهن. ٽنڊي محمد خان ۾ هن ذات وارا رهن ٿا ، جن جي هڪڙي پاڙي جو نالو به 'جانواڻي' آهي.

جانواڻي نالي سان ميمڻن جو به هڪ پاڙو آهي.

**جانور ۽ سندن پوڄا** (Animals & Animal worship): ننڍين وڏن جانورن (Animals) جا دنيا ۾ 20 لک قسم ڳڻايا وڃن ٿا. زمين توڙي زير زمين ۽ پاڻيءَ ۾ رهندڙ جانورن جي جسامت 0.05 ملي ميٽر کان وٺي 100 فوٽ کان به ڊگهي وهيل مڇيءَ جيتري دريافت ٿي آهي. ان کان سواءِ ماهرن طرفان لکين سال اڳ قديم ۽ بي انتها وڏي جانور 'ڊائناسور' جا نشان ۽ ان جا پنڊ پهڻ ٿيل ڍانچا ۽ پيرن جا وڏا نشان به دريافت ڪيا ويا آهن.

جانورن جي حياتياتي علم کي انگريزيءَ ۾ 'زولاجي' سڏيو وڃي ٿو. ٻوٽن ۽ فنجائي وانگر جانور به لاتعداد خلين واري جسامت رکن ٿا، پر ڪيترن ئي معاملن ۾ جانور، ٻوٽن کان مختلف آهن. ٻوٽا سڌو سنئون سج جي روشنيءَ مان توانائي حاصل ڪن ٿا، جڏهن ته جانور زنده شيون يا انهن جي مرده باقيات کائيندا آهن. جانورن جي حياتيءَ جو عرصو ٽن هفتن کان وٺي هڪ سئو سال تائين ٿئي ٿو.



جانورن جي سائنسي درجي بنديءَ جو آغاز ارڙهين صديءَ ۾ ٿيو.

هڪ اندازي موجب انسانن اڄ کان 12 هزار سال اڳ جانورن کي ڌارڻ شروع ڪيو ۽ انهن کي پالتو يا گهريلو جانور بڻايو. سڀ کان پهريون پالتو (ڌاريل) جانور 'ڪتو' سمجهيو وڃي ٿو ان بعد گهوڙن، اٺن ۽ ٻلين وغيره پالڻ جو رواج پيو.

جانورن جي قسمن ۾ (1) ڪرنگهي ۽ بنا ڪرنگهي وارا جانور، (2) گوشت خور جانور، (3) گاهه کائيندڙ جانور، (4) پکي، (6) چمڙا، ۽ (7) سرٽا وغيره اچي وڃن ٿا. مختلف جانورن جو احوال، انهن جي نالن ۽ گروپن سان انسائيڪلوپيڊيا جي مختلف جلدن ۾ شامل آهي، ان ڪري هتي تفصيل نه ٿو ڏجي.

**جانورن جي پوڄا** (Animal Worship): جانور جيئن ته قدرت جي بيمثال مظاهر جو نمونو آهن، تنهنڪري ابتدائي انسان نه فقط انهن کي پاليو ۽ نپايو پر ڪائنات ۾ انهن جي وجود جي اهميت کي محسوس ڪندي، انهن جي پوڄا به ڪرڻ شروع ڪئي. سنڌو ماٿر ۾ اڄا تائين انهيءَ تاريخي دور جا ڪجهه تسلسل ڪن ذاتين ۽ قبيلن ۾ هلندڙ آهن.

وڻن جي پوڄا وانگر جانورن جي پوڄا به هڪ پراڻي رسم آهي، جنهن جو گهڻو ڪري هر ملڪ ۾ رواج هو. سنڌو ماٿريءَ ۾ حيوانن جي پوڄا جو رواج وڻن جي پرستش کان وڌيڪ هو ان جو ثبوت مهرن تي اڪريل جانورن جي

تصويرن ۾ مٽيءَ ۾ پٿر جي ٺهيل جانورن جي بوتن مان به ملي ٿو اهڙا جانور، جن جو هڪ حصو ٻڪريءَ يا دنبي جو، ٻيو اڌ ڍڳي جو ۽ منهن ۾ مٿو انسانن جهڙو آهي. تن کي خيالي يا ڏند ڪٿائي جانور چيو وڃي ٿو سمير ۾ شينهن جي جسم ۽ انساني شڪل وارا جانور، مصر ۾ انساني جسم ۽ جهرڪي يا ٻگهڙ جي منڍيءَ وارا جانور مذهبي حيثيت رکندا هئا. موهن جي دڙي مان لڌل هڪ مهر تي عجيب و غريب جانور جي تصوير نڪتل آهي. هن جانور جا ٽي مٿا آهن. هڪ مٿي تي سانهه جا سڱ اٿس، ٻئي مٿي تي هرڻ جا ۽ ٽئين مٿي جا سڱ بجاءِ اندر مڙيل هئڻ جي ٻاهر مڙيل اٿس. هن جانور جو جسم ۽ ڪُرڙ ڍڳي جا آهن. اهڙي قسم جون ٽي سسيون هڪ ٻي مهر تي به اڪريل آهن. هڪ مهر تي شينهن جون ٽي سسيون نڪتل آهن. لڳي سگهي ٿو ته انهن ٻنهي مُهرن جي تصوير جو پاڻ ۾ ڪو تعلق هجي. هڪ ٻي مهر تي اڌ انسان ۽ اڌ ڍڳي جهڙي جانور جي تصوير اُڪريل آهي جيڪو شينهن تي حملو ڪري رهيو آهي. اهڙي قسم جي جانورن جون شڪليون سمير مان به لڌيون ويون آهن. هڪ مهر تي اهڙي جانور جي شڪل نڪتل آهي، جنهن جو منهن ماڻهوءَ جهڙو سونڍ ۾ ڏند هاٿيءَ جهڙا، سڱ ڏاند جا ۽ جسم جو اڳيون حصو گهيٽي جو ۽ پويون حصو شينهن جهڙو اٿس. هڪڙي ٻيءَ مهر تي وري پپر جي وڻ مٿان ٻن شاخن جي وچ ۾ هڪ سڱ واري ڍڳي جون سسيون نڪتل ڏسڻ ۾ اچن ٿيون.

هندو ڌرم ۾ ڳئون کي پوتر سمجهيو ويندو آهي. ٻين قسمن جي جانورن ۾ هڪ سڱا ڍڳا آهن. جن جون شڪليون ڪيترين ئي مهرن تي چٽيل آهن پر اهڙي قسم جي جانورن جو وجود ڪٿي به ثابت ڪونه آهي. ڪن مهرن ۾ ته ان جي ڳچيءَ ۾ پٽا ۽ ماهنڊ وڌل ڏيکاريل آهن. قدرتي جانورن ۾ ڪوهان واري ڍڳي، گينڊي، بنا ڪوهان جي ننڍن ننڍن سڱن واري ڍڳي، شينهن ۽ هاٿيءَ جون تصويرون گهڻي تعداد ۾ نڪتل آهن. انهن جانورن مان سانهه، گينڊي ۽ شينهن جي سامهون کونر رکيل آهن. ڪن مهرن ۾ هاٿيءَ جي سامهون به کونر رکيل آهي، پر ڪن ۾ وري نه به آهي. بنا ڪوهان جي سڱن واري ڍڳي جي سامهون کونر رکيل ڪونهن، اهي کونر شايد انهن جانورن وٽ خوراڪ جي پيتا ڏيڻ جي خيال کي ظاهر ڪن ٿا. انهن کان سواءِ گهيٽا، سوئر، ڪتا، ٻولڙا، رڇ، سيهڙ ۽ نوريٽڙا به دريافت ٿيا آهن. پر مهرن تي انهن جون تصويرون چٽيل نه آهن، انهن جا مجسما ٽامي جي ٿانون ۽ پليٽن تي نڪتل آهن يا وري مٽيءَ جا ٺهيل آهن. انهن کان سواءِ مٿي بيان ڪيل ٻين جانورن جي حيثيت ٿوري گهڻي طلسمي ٿي لڳي. مهرن تي اُڪريل انهن جا نقش گهڻو ڪري هر گهر مان لڌا ويا آهن. گمان آهي ته هر دور ۾ ڪنهن نه ڪنهن روحاني پيشوا يا ديوتا لاءِ ڪو جانور سواريءَ لاءِ مخصوص ڪيل هوندو، جنهن ڪري ٻين جانورن تي فوقيت حاصل هوندي.




**جانورن جو بادشاھ** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب سنڌي ٻوليءَ ۾ ٻاراڻي ادب جي اهميت ۽ ضرورت کي محسوس ڪندي لکيو ويو آهي، جنهن ۾ جانورن جي بادشاهه، چالاڪ لومڙ، ڪڪڙ، ڪتي، گڏھ ۽ ٻليءَ جي ڪهاڻي ۽ ڪوهلي ٻلي متعلق ٻارن جي دلچسپيءَ لاءِ لکيل ڪهاڻيون ڏنيون ويون آهن. هن ڪتاب کي خير محمد بلوچ ۽ خالد آزاد ترجمو ڪيو آهي. جنهن جي نظرثاني تاج جويو ڪئي آهي. سنڌي لئنگئيج اٿارٽي حيدرآباد پاران هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 2001ع ۽ 2008ع ۾ ٻيو ڇاپو ڇپايو ويو آهي. رنگين ڇپائي ۽ اسڪيچن سان گڏ، ڪچي جلد ۾ هن ڪتاب جي قيمت 30 روپيا آهي.

**جانوري**: هيءَ بلوچن جي هڪ ذات آهي، جنهن جو سلسلو هيٺ ڏجي ٿو:

شجرو: جلال خان کي ڪل چار پٽ ۽ هڪ ڌيءَ هئي، پٽن ۾ پهريون رند، ٻيو لاشاري، ٽيون هوت، چوٿون ڪورائي هو سندس ڌيءَ جو نالو 'جتو' هو هوت کي ٻه پٽ ٿيا، هڪ چانڊيو ۽ ٻيو ڪرمتي. جانوري ڪرمتيءَ جي اولاد مان آهن، سندن سردار غلام شاهه ولد دولت خان ڪرمتي هو جيڪو ميرپورساڪري جو هڪ وڏو زميندار ٿي گذريو آهي. جانوري، چانڊين جي هڪ شاخ آهن، ڏيرڻ خان چانڊيو ۽ سندس هڪ ڀائيچو نواب غيبي خان اول جا خاص ماڻهو هوندا هئا. هن خاندان مان علي بخش ۽ سهڙ خان ڪلهوڙن جا درباري هئا. ميرن جي لشڪر ۾ ڪافي جانوري هئا، جيڪي ڪرڙي، مياڻي ۽ دٻي جي جنگين ۾ وڙهيا ۽ شهيد ٿيا هئا. شاهه فقير(اول) چانڊين جي جانوري قبيلي مان هو جيڪو 800ھ/ 1397ع ڌاري گذاري ويو هن جانوري قبيلي جي سورهيائيءَ جا بلوچي ٻوليءَ ۾ بيت چيا آهن. اترسنڌ جي ڪاڇي واري علائقي ۾ جانوري چانڊين جو هڪ مقام آهي، جنهن ۾ جانوري چانڊين جي ٻن قبيلن جا ماڻهو دفن ٿيل آهن. جن ۾ زهراڻي قبيلو رستماڻي قبيلو شامل آهن. وراڻي قبيلو ۽ حملاڻي قبيلو ۽ انهن مان شهلي خان ۽ مبارڪ خان زهراڻي قبيلي جا هئا ۽ مشهور جرنيل ڏيرڻ خان، رستماڻي قبيلي مان هو رئيس تيجو خان وراڻي قبيلي جو هو مشهور سگهڙ ۽ شاعر سونا خان فقير حملاڻي قبيلي جو هو جانورين جا خاص پاڙا هي آهن:

بلنداڻي، بناڻي، بهاؤالداڻي، جڳناڻي، جولياڻي، چناڻي، حملاڻي، دائوداڻي، دوداڻي، رجباڻي، رحيماڻي، زهراڻي، سوماراڻي، شيراڻي، صادقاڻي، صالمياڻي، گلماڻي، گوماڻي، مارفاڻي، معراڻي، ميواڻي، وِرياڻي، وليداڻي.

**جانوري، مصري خان**: مصري خان جانوري، ميان نور محمد خان ڪلهوڙي جي وفادار خدمتگارن مان هو ۽ مرڻ گهڙيءَ تائين ڪلهوڙن جي دربار سان وابسته رهيو جڏهن ميان سرفراز خان ڪلهوڙي مير بهرام خان ٽالپر کي قتل ڪرائڻ جو پڪو ارادو ڪيو تڏهن ٻئي ڏينهن جڏهن مير بهرام خان ٽالپر اڪيلي سر گهران نڪري اڃا اڳتي مس وڌيو ته اتي مصري خان جانوري کيس مليو ۽ مير صاحب کي سلام ڪري عرض ڪيائين ته مير صاحب اڄ دربار ۾ نه وڃو ڇو جو ميان سرفراز خان اڄ توهان کي قتل ڪرڻ جو پورو بندوبست ڪري ڇڏيو آهي. مير بهرام جواب ڏنو ته آءٌ بيگناهه آهيان، جي مون کي شهيد ڪرائيندو ته سندس ئي نقصان ٿيندو. مصري خان جانوري دربار ۾ انهيءَ ڏينهن نه ويو، متان هن غلط ڪم ۾ هو به شامل ٿئي. بهرحال مير بهرام خان ٽالپر کي ميان سرفراز خان جي اشاري تي حسين مرڙائي لڪي تلوار سان شهيد ڪيو ان کان پوءِ اتي مير بهرام خان جي پٽ مير صوبدار خان کي پڻ شهيد ڪيو ويو انهيءَ واقعي (1189ھ/1775ع) کان پوءِ ڪلهوڙن جو زوال شروع ٿيو ۽ جلد ئي ٽالپرن جو دؤر شروع ٿيو پر مصري خان جانوري آخر تائين ڪلهوڙن سان وفاداري ڪئي ۽ مير فتح علي خان ٽالپر جي دؤر ۾ گذاري ويو

**جانهولو:** ٿر جو هڪ ٻوٽو آهي، جيڪو برسات ۾ ٿئي ٿو ۽ ٻارنهن ئي مهينا سائو رهي ٿو. ڳُلرجهڙا سنگ ۽ سنهڙا گلابي گُل ڪيندو آهي.

**جانهيرو:** تعلقي عمرڪوٽ جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ امام بخش، مورلڪ ۽ جانهيرو ڳوٺ شامل آهن.

**جانهيرو پٽ:** تعلقي عمرڪوٽ جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

شير خان پنهور، چوڌري شاهه محمد ۽ تاراچند.

**جاني:** سمن جو هڪ پاڙو آهي، جاني لفظ جي معنيٰ آهي، پيارو، دلربا، وغيره. هيءُ فارسي لفظ آهي. راءِ بهادر هتورام لکيو آهي ته ’جاني‘ ڪورائي قبيلي جو پاڙو به آهي.

**جاني بيگ مرزا جو مقبرو:** هيءُ مقبرو مڪليءَ جي قبرستان نئين ۾ آهي. جاني بيگ جو اٺڪنڊو مقبرو هڪ احاطي جي اندر آهي، جنهن جي ماپ 78.6x71x9 فوٽ آهي، جي وچ تي ٺهيل آهي. هن احاطي کي اوڀر ۾ لنگهه لاءِ دروازو ۽ اولهه ۾ محراب ٺهيل آهي. احاطو سادن پٿرن جو آهي،



مرزا جاني بيگ جو مقبرو

جنهن کي دروازو پٿر جي چائنٽ ۾ لڳل آهي. ان جي مهاڙي سرن جي ڪاريگريءَ جو اعليٰ نمونو آهي، جتي سرن جا جوڙ هڪ خاص خوبصورتي پيدا ڪن ٿا. جهريدار ليڪ ۾ پريل اڇو مصالحو ميناڪاريءَ جو ڏيک ڏئي ٿو. ڳاڙهي ڏتيل رنگ جي سرن ۽ نيري رنگ جي ڪاشيءَ جي سرن کي واري سان استعمال ڪيو ويو آهي. پيڙهه ۾ به ڪاشيءَ جي سرن جي نقش نگاري ٿيل آهي. ڪاشيءَ جو ڪم وقت گذرڻ ڪان پوءِ جهڪو ٿي ويو آهي ۽ سرون هنڌان هنڌان اکڙي ويون آهن. ڪجهه ڪم محترمه بينظير ڀٽو شهيد جي حڪومت 1996ع ۾ ڪرايو چائنٽ جي مٿان پٿر جون جاريون لڳل هيون، جن مان لنگهه واري دروازي وٽ ڏکڻ ۾ هڪ جاري اڃا پنهنجي جوڀن جون يادون تازيون پيئي ڪرائي ۽ ڪنڊن وٽ ست محراب اٿس، جي اندر طرف آهن ۽ اٺون پاسو ڏاکڻ جو آهي. ڏاکڻ وارو پاسو ڏکڻ- اولهه جي ڪنڊ ۾ آهي. اٺڪنڊو ٿلهو زمين جي مٿاڇري ڪان سوا ٽي فوٽ اوچو آهي، جنهن تي مقبرو اڏيل آهي. هينري ڪزنس جي زماني ۾ گنبذ سلامت هو پر هاڻي ڊهي پيو آهي. مقبري ۾ اندر ٽي قبرون آهن، جيڪي ترخان دور جي نموني تي ٺهيل آهن. ٻه قبرون ماربل جي پٿرجون ٺهيل آهن.

مرزا جاني بيگ بن محمد پائينده بيگ جو مقبرو مرزا غازي بيگ سندس وفات بعد ٺهرايو. مرزا محمد باقيءَ جي مرڻ کانپوءِ سندس وڏي پٽ پائينده بيگ کي تخت تي ويهاريو ويو، جيڪو نيم پاڳل هو ته اميرن يڪراءِ ٿي جاني بيگ (جيڪو پائينده بيگ جو پٽ هو) کي تخت تي ويهاريو. اهو سال 1584ع هو. جاني بيگ جي مقبري جو گنبذ نرالي نوعيت جو يعني ڪنول جي گل جي صورت وانگر ٺهيل آهي. اولهه واري ديوار جي وچ ۾ محراب جي پيشانيءَ تي هيءَ آيت لکيل آهي:

فنادتہ الملائکۃ وھو قائم یصلي في المحراب. (سورة آل عمران)

تاريخ مرزا جاني بيست هفتم ماه رجب 1009 ھ

بيروني دروازي جي پٿرن واري چائنٽ جي ٻن پاسن ۽ مٿان پيشانيءَ تي ٻاهرين طرف کان هيٺينءَ ريت ٽن آيتن جي اڪر آهي:

(1) ان الذين آمنو وعملوا الصالحات .... کلمٰت ربي.

(2) ولوجئنا.......... ولا يشرک.

(3) بعبادة ربه، احدا، قال، للّٰه سبحانه تعاليٰ و سيق الذين ..... خالدين.

مقبري جي انن محرابن مان هر هڪ تي ڪاشيءَ جي سر مٿان هيءُ آيت لکيل آهي:

فاللّٰه خيرٌ حافظا وهو ارحم الرّاحمين.

گنبذ اندر مرڪزي ٿلهي تي، جنهن جي ڏکڻ واري پٽ خوبصورت آهي. ٻه قبرون ماربل جون ٺهيل آهن جن مان هڪ جاني بيگ جي ۽ ٻي غازي بيگ جي آهي. انهن تي ڪو به تاريخي ڪتبو ڪونه آهي فقط هڪ آيت اڪريل آهي.

اللّٰہ لااله الا هو الحي العلي العظيم

جاني بيگ جو دور 1584ع کان 1591ع تائين هو. ان کان اڳ هو باقي جي دور ۾ مختلف عهدن تي ڪم ڪري چڪو هو. باقي بيگ جي مرڻ وقت پاڻ ۽ سندس پيءُ سيوهڻ ۾ منصبدار هئا. جاني بيگ جنگجو ۽ شاعر هو ۽ حليمي تخلص استعمال ڪندو هو.

**جاني خان گبول:** جاني خان ولد ڏگاڻو فقير گبول، انگريز دور ۾ سماج سڌارڪ، سگهڙ ۽ سخي مڙس ٿي گذريو آهي. هن 1880ع ڌاري تعلقي ڏهرڪيءَ جي ديهه ابراهيم پتافيءَ ۾ ڳوٺ ٻڌو، جيڪو اڄ به سندس نالي سان ڳوٺ ’جاني گبول‘ سڏجي ٿو. هن انگريزن خلاف جنگ ۾ ٽالپرن جي مدد ڪرڻ جي الزام ۾ ڪيترا مهينا جيل به ڪاٽيو. سندس ڀاءُ ڪيوڙي گبول کي نوڪريءَ مان هٽايو ويو ۽ سندس ڀاڻيجو ايوب گبول انگريزن جي پوليس هٿان جيل ۾ شهيد ڪيو ويو. جاني خان گبول جو والد ڏگاڻو فقير سنڌيءَ جو هڪ سٺو لوڪ شاعر هو. ڪيترائي مريد هئس. ٽالپر دور جي هن بزرگ هستيءَ جا لکيل دعائيہ نظم سندس پونئيرن وٽ اڄ به محفوظ آهن. جاني خان جو ماروٽ بجر خان گبول، حر تحريڪ دوران ساڍا چار سال پنهنجن ٻارن ٻچن سميت لوڙهي ۾ قيد رهيو. حر گوريلا ڪمانڊر قبول خان گبول پڻ جاني خان جو عزيز هو. سندس پوٽو لعل محمد ولد پيارو خان سنڌ جو ڪلاسيڪل راڳي ٿي گذريو آهي، ان ڪانسواءِ صوفي فقير مختيار علي گبول به هن خاندان مان هو، جيڪو سٺو راڳي، شاعر ۽ سماج سڌارڪ هو.

جاني خان جي وارثن مان علي حسن ڳبول هن وقت 'سنڌ هاري ڪاميٽيءَ' جو ضلعي صدر آهي. نوجوان تعليمي ماهر غلام علي ڳبول ۽ سماجي اڳواڻ شبير احمد ڳبول به هن خاندان مان آهن.

**جانيديرو:** تعلقي جيڪب آباد جي هڪ ديهه جو نالو آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ماڇي خان سناٽي، علي بخش سناٽي، ٺلڻ خان ٺالاڻي، جاني خان سناٽي، بخش علي جکراڻي، حاجي الهداد جکراڻي، جانيديرو پراڻو جاني ديرو نئون، بولا خان جکراڻي، گل محمد جکراڻي، عبدالنبي جکراڻي، محمد ابراهيم جکراڻي ۽ مسڪين خان جکراڻي.

**جاڻ:** پسارڪي وکر جاڻ جو انگريزي نالو Ajwan ۽ سائنسي نالو Carum Copticum اٿس. جاڻ جو اصل وطن مصر آهي. جتان هيءُ فصل دنيا جي ٻين ملڪن ۾ پکڙيو. جنهن ۾ هندستان ۽ پاڪستان به اچي وڃن ٿا. سنڌ ۾ هن جي پوک محدود ايراضيءَ تي ٿئي ٿي. ياڇين جي ٻنن ۽ باغن ۾ هن جو ٻج پوکيو ويندو آهي. جاڻ جو ٻج دوائن ۾ استعمال ٿئي ٿو. هن فصل کي سرد موسم جي ضرورت پوي ٿي ۽ ربيع جي موسم ۾ پوکيو ويندو آهي.



خاصيت: طبيبن موجب جاڻ پيشاب جاري ڪندڙ آهي. زهرن ۾ ترياق جو ڪم ڏئي ٿي. واڻي بادي کي ختم ڪري ٿي. جگر ۽ سيني جي سور، بدهاضمي پيٽري، پراڻي تپ لاءِ حڪيم استعمال ڪندا آهن.

**جاڻ خراساني:** جاڻ خراساني پوري رنگ جو سنهن داڻن وارو ٻج آهي، ذائقي ۾ تمام تيز ٿئي ٿو. طبيبن موجب هيءُ جگر ۽ مادي کي طاقت ڏئي ٿي، هاضمو پيدا ڪري، بک وڌائي ٿو. دماغي رطوبت سڪائي ٿو. مٿي جي سور، ڪنگهه، دمڪشي، سنڌن جي سور، فالج، لقوي، عرق النساءِ، مثاني جي ڦٽ ۽ پٿري ڪڍڻ لاءِ به حڪيم استعمال ڪندا آهن. هن جو گهڻو استعمال مٿي ۾ ڦيري، چريائي ۽ عقل ۾ خلل پيدا ڪري ٿو.

**جاڻيجي:** تعلقي پني عاقل جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ فضل منگي ۽ ربن ڪلهوڙو نالي ڳوٺ شامل آهن.

**جاوا:** آزاد جمهوريه متحده انڊونيشيا جو هڪ ٻيٽ آهي، جيڪو انتظامي لحاظ کان هيٺين ٽن صوبن ۾ ورهايل آهي: (1) مغربي جاوا، جنهن جو گادي جو هنڌ باندوگ آهي، (2) وسطا جاوا، جنهن جو مرڪزي شهر سيمارانگ آهي، (3) مشرقي جاوا، انڊونيشيا جو جڪارتا به جاوا ۾ ئي آهي، جنهن جي گادي جو هنڌ سوراپايا آهي.

انڊونيشيا ٽن صدين جي جدوجهد کان پوءِ 1949ع ۾ ولنديزين جي غلامي مان آزاد ٿيو آهي. جاوا جي مختصر تاريخ هن طرح آهي:

سلطان اگنگ (1613ع کان 1645ع) تائين جاوا جو سڀني کان وڏو مسلمان فرمانروا هو جنهن جو دوراسلامي اقتدار جي عهد جو عروج هو سندس تخت نشينيءَ تي راسمر، سپوروان، نپاروڪان، بيلمر بنگن ۽ بالي جي هندو رياستن متحد ٿي هندو مجاپايت جو اقتدار بحال ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر سلطان اگنگ هڪ ٻئي پٺيان ڪين شڪست ڏئي بانتن کان سواءِ سڄي جاوا کي فتح ڪري ورتو ان زماني ۾ يورپ جي واپارين جي الجزائر شرق الهند ۾ آمد شروع ٿي چڪي هئي، جن مان خاص ڪري جاوا ۾ ولنديزين جو اچڻ قابل ذڪر آهي. سن 1595ع ۾ سلطان بانتن جي اجازت سان هنن جاوا ۾ پنهنجون ڪوٺيون قائم ڪيون. 1602ع ۾ ڊچ ايسٽ انڊيا ڪمپني وجود ۾ آئي. 1610ع ۾ ڊچن خودسري ڪئي ته سلطان سختيءَ کان ڪم ورتو ته هو جڪارتا جي شهرين ۾ تبديل ٿي ويا، جتي هو امير جڪارتا جي اجازت کان سواءِ پنهنجو قلعو تعمير ڪرڻ لڳا. ان تي سلطان بانتن ۽ امير جڪارتا حملو ڪري کين نيڪالي ڏني. ان کان پوءِ وري سلطان ۽ امير جي وچ ۾ لڙائي شروع ٿي وئي، جنهن ۾ سلطان مارجي ويو. موقعي جو فائدو وٺندي ولنديزين گورنر جنرل موٽي آيو ۽ 9 جون 1619ع تي جڪارتا تي قبضو ڪري قتل عام جو حڪم ڏنائين. برباد ٿيل شهر




تي بٽاويا نالي هڪ وسندي قائم ڪئي وئي. ولنديزي بعد ۾ ماترم جي سلطنت خلاف سازشون ڪرڻ لڳا، پر ڪانئن اڳ سلطان اگنگ مٿن حملو ڪري کين شڪست ڏني ۽ اندازاً ويهن پنجويهن سالن لاءِ ٻيٽ مان سندس نالو نشان مٽائي ڇڏيو. ان بعد آهستي آهستي ولنديزين جو انڊونيشيا تي قبضو ٿيندو ويو. ٽن صدين بعد آزاديءَ جي تحريڪن وسيلي 1949ع ۾ انڊونيشيا کي آزادي ملي.

پيداوار: جاوا، انڊونيشيا جو سڀ کان وڌيڪ زرخيز ٻيٽ آهي، هتي جبل جي لاهين کي پٽاري عمدي لهواري زمين پيدا ڪئي وئي آهي. ٽيهن لک ايڪڙن تي چانورن ۽ سادن ڇئن لکن ايڪڙن تي چانهه جي پوکي ٿئي ٿي. هتان جي پيداوار ۾ ڪمند، ربڙ، سنڪونا، ڪافي ۽ گرم مصالحو قابل ذڪر آهن. گڏوگڏ انتهائي لذيذ ميوا ڪثرت سان ٿين ٿا. ياڇين ۾ گوبي، چيني گوبي، گجر، موري ۽ چقندر ٿيندا آهن. لاهوري گجر، پٽاٽو، سويابين ۽ ٻوهي مُگ گهٽي انداز ۾ ٿيندا آهن. ان ڪانسواءِ هتي گرم مصالحو به ڪثرت سان ٿئي ٿو. سنڌ جا ساموندي سوداگر اڪثر اتي ويندا هئا ۽ واپار مان

بي انداز ناٽو ڪمائيندا هئا. ان ڪري ’جاوا ڪرڻ‘ عيش ڪرڻ جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندڙ اصطلاح بڻيو. هڪ چوڻي آهي ته:

جيڪو وڃي جاوي، سو ول نه آوي،

جي آوي ته ٻال ٻچي ڏاوي.

تاريخي لحاظ سان گهڻو اڳي کان، سنڌ جي واپارين ۽ ملاحن جا ڏورانهين منزل ۽ مقصد وارا ماڳ، اوڀر طرف جاوا ۽ سوماترا جو ساموندرا وارو ملڪ هو. ڊاڪٽر بلوچ جو خيال آهي ته ان ساموندرا واري ملڪ ڏانهن وڃڻ ۽ واپار ڪرڻ سببان کين ’ساموندي‘ سڏيو ويو. 1947ع کان اڳ سنڌ جا واپاري ناڪئا اوڀر طرف هندستان جي بندرن تائين ويندا هئا. جاگرافيائي لحاظ سان سنڌ جا واپاري ۽ ناڪئا اولهه طرف عربي سمنڊ جهاڳي عربستان تائين ٿي ويا ته اوڀر طرف گهڻو پري جاوا- سوماترا جي ساموندرا حڪومت جي گاديءَ جي شهر ۽ بندر ’پرلڪ‘ تائين. جنهن کي ’لڪ‘ ۽ ’لڪا‘ به سڏيو ويو اتي ٿي پهتا. اتي جو سودو ڪري ’لڪا‘ ماٺي موٽيا. بندر جو سنڀاليندڙ ۽ محصول اوڳاڙيندڙ ’شاهه بندر‘ (بندر جو شاهه) هو. جيڪو بندر جي ڏڻين (حڪمرانن) طرفان مليل پروانن وارن جهازن کان ’لاڳ‘ نه وٺندو هو. ملائيشيا ۽ انڊونيشيا ۾ اڄ تائين بندر جي حاڪم کي ’شاهه بندر‘ چيو وڃي ٿو. ’ساموندرا‘ کي ’سوماترا‘ سڏجي ٿو. ساموندرا جو شهر اڄا تائين موجود آهي ۽ ضلعي جو مرڪزي شهر آهي. سلطان ملڪ صالح جي قبر موجوده شهر کان ڪجهه مفاصلي تي ٻاهر آهي، جنهن تي سندس وفات جي تاريخ مهينو رمضان 696هه/ 1297ع لڳل آهي. اڳيون ساموندرا جو شهر ان مزار کان ڪجهه اڳتي سمنڊ واري ڪناري طرف هو، جتي ان جا ميساريل آثار هن وقت تائين موجود آهن. شهر سان لاڳيتو ساموندرا جو بندر هو. جيڪو سلطان ملڪ صالح جي حڪومت واري دور يعني ستين صدي هجريءَ مطابق 13 صدي عيسوي ۾ ملڪ جو وڏو بندر بڻيو ۽ چوڏهين پندرهين صدي عيسويءَ ۾ بين الاقوامي واپار جو وڏو مرڪز ٿي ويو. انهيءَ دور ۾ ئي ساموندرا سنڌ جي پرڏيهي واپارين جي منزل مقصود بڻيو ۽ انهيءَ لحاظ سان سنڌ ۾ کين ’ساموندري‘ سڏيو ويو. ساموندرا کان پوءِ اڳتي ڏکڻ طرف ’پَسئي‘ جو شهر سلطان ملڪ صالح جي پوين جانشينن جو گاديءَ جو شهر ٿيو، جتي جي تاريخي قبرستان ۾ راڻي مهراسيا جي تربت تي 17 ذوالحج 821هه/1418ع وفات جي تاريخ جو ڪتبو لڳل آهي. ان کان اڳيان پَرلَڪ جو موجوده شهر آهي، جنهن کان ست اٺ ميل ڏکڻ طرف پرلڪ نديءَ جي چوڙ وٽ پرلڪ جو وڏو قديم شهر ۽ بندر هو. جيڪو ان دور ۾ بين الاقوامي واپار جو مکيه مرڪز هو. پرلڪ نديءَ ذريعي جهاز اندر پرلڪ بندر تي ايندا هئا. سنڌ جا وڻجارا، ساموندرا رياست جي اترئين پاسي ۾ ساموندرا شهر ۽ بندر کان پوءِ پسي بندر پهچندا هئا ۽ ان کان پوءِ اڳتي پرلڪ بندر ۽ ٻين ملڪن ڏانهن ويندا هئا. بلوچستان ۽ سنڌ واري ڪناري جي واپارين ۽ ناڪئن جي پرلڪ تائين پهچڻ جي تصديق هڪ تاريخي ڪتاب مان پڻ ٿئي ٿي، جيڪو هڪ بلوچ ناڪئي اسحاق مڪرانيءَ ان دور ۾ پرلڪ رياست جي حڪمرانن بابت لکيو. اهو تاريخي ڪتاب 1979ع کان ٿورو اڳ ڇپيو. ساموندرا جي ملڪ صالح ۽ ان کان پوءِ راڻي مهراسيا جي وفات جي سالن 696هه/1297ع ۽ 821هه/1418ع مان ظاهر آهي ته 13 صدي عيسويءَ کان وٺي 15 صدي عيسوي تائين ساموندرا جي سلطنت (جاوا) ۽ ان جا شهر بندر ساموندرا، پسي، پرلڪ، اوج ۽ عروج تي هئا، جن سان سنڌ جو پرڏيهي واپار هلندڙ هو ۽ سنڌ جا وڻجارا، معلم، ملاح ۽ ناڪئا اتي پهچندا هئا. سنڌ جي تاريخ ۾ اهو دور سومرن جو آخري ۽ سمن جو سڄو دور هو. ان مان اندازو ٿئي ٿو ته سنڌي صوفيانه شاعريءَ ۾ ساموندين جي اهڃاڻن ۽ اشارن وارا بيت ۽ انهن ۾ سمايل معنائون تيرهين کان پندرهين صديءَ جي آخر تائين سمنڊ ذريعي هلندڙ سنڌ جي واپار ۽ ان وقت جي وڻجارن ۽ ناڪئن جي ڪوشش ۽ ڪشالن جون يادگار آهن. ڪنيات ملڪ ۽ ڪنيات جو شهر ۽ بندر عرب، اسلامي دور ۾ توڙي ان کان پوءِ ڪجهه عرصي تائين انتظامي طور سنڌ وٽ هئا ۽ سنڌ جا وڻجارا ڏکڻ هندستان ڏانهن ويندي ڪنيات جي شهر ۽ بندر تي به لهندا هئا. شاهه لطيف رح به پنهنجي ڪلام ۾ اهڙا اهڃاڻ ڏنا آهن:

لڪا لڪا ڪن، لئه لڪا جي اوهريا،

سٽي سونَ لڪاءَ جو، سڪ نه ساموندرين،

پرهه پڳهه ڇوڙيا، ڪاري ڪيڙائين،

وڏي پاڳ پڙن، جي ڪهيا ڪارونڀار ڏي.

*(شاهه جو رسالو ڊاڪٽر بلوچ، ساموندري، ص: 212)*

**جاوتري:** هڪ قسم جو پسارڪو وکر آهي. هيءَ ’جافر‘ جي کل آهي، جنهن ۾ جافر ڍڪيل رهندو آهي. ڳاڙهاڻ مائل هيڊي رنگ جي هيءَ کل ذائقي ۾ تمام تيز ٿئي ٿي، دل ۽ دماغ کي خوش ڪندڙ آهي، معدي ۽ جگر کي طاقت ڏئي ٿي، وات ۾ خوشبوءِ پيدا ڪري ٿي. وائي باديءَ کي ختم ڪري ٿي، پيشابن جي گهٽائي، سيني ۽ ڦڦڙ جي رطوبت، مثاني ۽ جگر جي بيمارين ۾ مفيد آهي، نزلي کي خشڪ ڪري ٿي.

**جاؤشير:** پسارڪي وکر طور ڪم ايندڙ هڪ قسم جو ڪوئر آهي، جيڪو ڪاراڻ ۽ سفيدي مائل ڳاڙهي رنگ جو ٿئي ٿو. حڪيمن موجب هي فالج، لقوي، عضون جي استرخاءِ، ہڏين ۽ نبض جي تقويت، مٿي جي سور، سنڌن جي سور، عرق النسا، مرگهي، ڪنگهه، جلندر، يرقان ۽ مثاني جي ڦٽن لاءِ مفيد آهي. پيشاب کي جاري ڪري ٿو هي نزلي ۽ دماغي بيمارين ۾ مفيد آهي.

**جاويد اقبال، جسٽس:** پاڪستان جو نالي وارو قانون دان ۽ دانشور. ڊاڪٽر جاويد اقبال ۽ علامه اقبال جو فرزند 5 آڪٽوبر 1924ع تي سيالڪوٽ ۾ پيدا ٿيو. 1944ع ۾ گورنمينٽ ڪاليج لاهور مان بي. اي (آنرز) ڪيائين ۽ پنجاب يونيورسٽيءَ مان ايم. اي انگريزي ۽ ايم. اي فلاسفي جي ڊگري حاصل ڪيائين. 1954ع ۾ ڪيمبرج يونيورسٽيءَ مان پي. ايڇ. ڊي ۽ لنڊن مان ئي 1956ع ۾ بئرسٽريءَ جو امتحان پاس ڪيائين. 1956ع کان لاهور هاءِ ڪورٽ ۾ وڪالت شروع ڪيائين. 1968ع ۾ لاهور هاءِ ڪورٽ بار ايسوسيئيشن جو ميمبر ۽ 1969ع ۾ پاڪستان بار ڪائونسل جو ميمبر ٿي رهيو. ان کان پوءِ هيءُ 1971ع ۾ لاهور هاءِ ڪورٽ جو جج



1982ع ۾ چيف جسٽس جي عهدي تي فائز ٿيو ۽ 1986ع ۾ سپريم ڪورٽ جو جج ٿيو ۽ 1989ع ۾ پنهنجي رٽائرمينٽ تائين هن منصب تي فائز رهي پنهنجا فرض انجام ڏيندو رهيو. 1983ع کان 1985ع تائين قائداعظم يونيورسٽي اسلام آباد جي سنڊيڪيٽ جو ميمبر ۽ 1989ع کان 1992ع تائين گورنمينٽ ڪاليج لاهور جي ايگزيڪيوٽو ڪاميٽيءَ جو نائب صدر رهيو. 1985ع کان 1994ع تائين اقبال اڪيڊميءَ جي مجلسِ ايگزيڪيوٽو ڪاميٽيءَ جو نائب صدر رهيو. رباط ۾ اسلامي ڪانفرنس جي تنظيم (او. آئي. سي) جي وزارت خارجه جي ڪائونسل جو ميمبر منتخب ٿيو. 1989ع ۾ ڪيس اسلامي قذافي انساني حقن جي اواره (ليبيا) لاءِ بين الاقوامي ڪميٽيءَ جو ميمبر مقرر ڪيو ويو. 1989ع ۾ آمريڪا جي ويلنوا يونيورسٽيءَ ۾ اعزازي ڊاڪٽر ۽ 1990ع ۾ قونيه (ترڪي) جي سلجوق يونيورسٽيءَ ڪيس اسلامي ادب ۽ سائنس جي ميدان ۾ ڊاڪٽريٽ جي اعزازي ڊگري ڏني. هيءَ شاگردي واري دؤر ۾ ان کان پوءِ ڊراما لکندو رهيو آهي. هن کي اقباليات جي موضوع تي سند جو درجو حاصل آهي. سندس چيل اهم ڪتابن ۾ 'مئي لاله فام'، 'نظريه پاڪستان'، 'ميراث قائداعظم و افڪار'، 'پريشان، حيات اقبال' ۽ 'زنده رود' (ٽن جلدن ۾) شامل آهن.

**جاويد جبار:** اڳوڻو وفاقي وزير، ليڪڪ، فلم ساز ۽ اقتصاديات جو ماهر جاويد جبار گهڻ رخي شخصيت جو مالڪ آهي. فلم ساز جي حيثيت ۾ هن انگريزي فيچر فلم (Beyond The Last Mountain) 1976ع ۾ لکي، ان جي ڊائريڪشن به ڏنائين. هن 14 دستاويزي فلمون ۽ 400 کان وڌيڪ اشتهاري فلمون ٺاهيون آهن. جاويد جبار ٿرپارڪر ۾ سماجي حوالي سان قابل قدر خدمتون سرانجام ڏنيون آهن. 'ٻانهن ٻيلي' تنظيم جو اڳواڻ آهي، جيڪا تنظيم ٿرپارڪر جي 200 کان وڌيڪ ڏورانهين ڳوٺن ۾ ڪم ڪري رهي آهي. هن تنظيم



ڇوڪرين جا ڪيترا اسڪول قائم ڪيا آهن ۽ ڪافي هنڌن تي زندگيءَ جون بنيادي سهولتون فراهم ڪيون آهن. ٿر ۾ زراعت کي هٿي وٺائيندي، ٻوٽن ۽ وڻن پوکڻ جو عمل شروع ڪيائين. 'ڳوٺ ستارا تنظيم' (SPO) جو صدر به رهي چڪو آهي، جيڪا پوري پاڪستان ۾ 265 کان مٿي ڳوٺن ۾ ترقياتي ڪم ڪري رهي آهي. جڏهن ته 6 نومبر 1996ع تي صدر فاروق لغاري، بينظير ڀٽو کي نااهل قرار ڏيئي، معراج خالد جي نگرانيءَ ۾ حڪومت ٺاهي، تڏهن هيءَ پيٽروليم ۽ قدرتي وسيلن جي وزارت ۾ وفاقي وزير طور شامل ٿيو ان کان اڳ هيءَ 1988ع ۾ بينظير ڀٽو شهيد جي پهرين حڪومت ۾ اطلاعات نشريات، تنهن کان پوءِ سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ جو وزير ٿيو ۽ 1991ع کان 1995ع تائين سينيٽ جو ميمبر رهيو. S.O.S چلڊرين وليج سنڌ جو باني ميمبر به آهي. ان کانسواءِ ٻين ادارن ۽ انجمنن جو ميمبر رهيو آهي. سياست، ثقافت، ترقي ۽ ميڊيا جي موضوعن تي سندس مقالا ۽ مضمون لکيل آهن. هو اڳوڻي صدر جنرل پرويز مشرف جو صلاحڪار به رهيو آهي.

جاويد جبار جو نالو اشتهار بازيءَ ۾ به هڪ خاص مقام رکي ٿو. جاويد جبار رضاڪارانه خدمتگار طور (IUCN) سان 20 سال لاڳاپيل رهيو. کيس ڪيل خدمتن عيوض 2008ع ۾ 'Human Rights Society of Pakistan' طرفان سونو ٻلو مليو. هن هڪ نئين فلم 'رامچند پاڪستاني' لکي ۽ ڊائريڪٽ ڪئي، جنهن Internation Federation of Film Critics طور انعام حاصل ڪيو. ان فلم ٻيا به 5 وڏا انعام حاصل ڪيا. ان کان پوءِ کيس 4 سالن لاءِ IUCN جو وائيس پريزيڊنٽ مقرر ڪيو ويو آهي. هيءَ 17 سال کان جاري رهندڙ Pak-india Track II Dialogue جو ميمبر آهي.

**جاويد شاهه:** لاڙڪاڻي جي نامياري صحافي سيد جاويد شاهه ولد غوث محمد شاهه جيلانيءَ جو اصل نالو جاويد اختر شاهه آهي. هن 14 سيپٽمبر 1965ع تي ڳوٺ مٺي جتوئي، تعلقي ڏوڪري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو ايم. اي (صحافت) 1992ع ۾ شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور مان ڪيائين. صحافت جي شروعات نائين ڪلاس ۾ پڙهڻ دوران روزاني 'سنڌ نيوز' حيدرآباد ۾ قمبر شهر جي نمائندي طور ڪيائين. جنهن کان پوءِ مختلف اخبارن: روزاني آفتاب حيدرآباد، روزاني هلال پاڪستان ڪراچي، پاڪستان پريس انٽرنيشنل (P.P.I)، روزاني مهراڻ حيدرآباد، روزاني امن ڪراچي، روزاني بشارت ڪراچي، روزاني بختاور حيدرآباد، روزاني الک حيدرآباد وغيره جو نمائندو ۽ لاڙڪاڻي جو بيورو چيف رهيو آهي.

جاويد شاهه جيلاني 1989ع ۾ قمبر ۾ جاويد پرنٽنگ پريس کولي، مارچ 1989ع ۾ ئي قمبر مان هفتيوار اخبار 'عدالت' جاري ڪئي. هفتيوار 'پاڪستان' لاڙڪاڻي جو ايڊيٽر پڻ رهيو. هن ڪهاڻيون، شاعري، سماجي مسئلن تي رپورٽون وغيره لکيون آهن. سيد جاويد شاهه جيلانيءَ جو تعلق مختلف تنظيمن سان به رهيو آهي، سڄاڳ ٻار تحريڪ جو ميمبر (1977ع)، چٽنگ سنگت ۾ سکر ڊويزن جو آرگنائيزر (1983ع)، ٻٽائي ادبي اڪيڊمي قمبر جو باني ۽ چيئرمئن (1988ع)، جرنلسٽس ايسوسيئيشن لاڙڪاڻي جو باني ۽ صدر (1995ع)، سڳا جو مرڪزي ايسوسيئيٽ سيڪريٽري (2000ع)، عورت فائونڊيشن لاڙڪاڻي ضلعي جو ڪوآرڊينيٽر (2000ع) به رهيو آهي.

جاويد شاهه ضلعي، صوبائي ۽ ملڪي سطح تي ڪيترا سرٽيفڪيٽ ۽ اوارڊ حاصل ڪيا آهن. جن ۾: سماجي خدمتن تي سڳا سلور جوبلي اوارڊ (1999ع)، عورت فائونڊيشن شيلڊ (2002ع)، صحافتي خدمتن تي سنڌ شهري اتحاد اوارڊ (2002ع) وغيره شامل آهن. جاويد شاهه جيلاني صحافتي ۽ سماجي سرگرمين خاطر 1992ع کان لاڙڪاڻي ۾ رهائش پذير آهي.

**جاويد شبير:** نوجوان شاعر جاويد شبير، غلام شبير جاگراڻيءَ جي گهر، لاڙڪاڻي ۾ 15 آڪٽوبر 1977ع ۾ جنم ورتو هن مئٽرڪ گورنمينٽ پائليٽ هاير سيڪنڊري اسڪول لاڙڪاڻي مان، انٽر گورنمينٽ ڊگري ڪاليج لاڙڪاڻي مان، ڪمپيوٽر سائنس ۾ گريجوئيشن، پيٽرومين انسٽيٽيوٽ آف سائنس اينڊ ٽيڪنالاجيءَ مان ڪيائين ۽ انگريزيءَ ۾ ماسٽرس گورنمينٽ ڊگري ڪاليج لاڙڪاڻي مان ڪيائين.



جاويد شبير فني ۽ فڪري طور همعصرن ۾ پختو شاعر آهي. هن جي شاعريءَ مختلف فنڪارن ڳايو.

خاص ڪري ڪي. ٽي. اين ۽ ٻين سنڌي چينلن تي سندس گيت ڪافي مشهور ٿيا. هن جي شاعريءَ جو ڪتاب 'روپ به مايا، پريت به مايا' 2001ع ۾ ڇپيو آهي، جنهن جو مهاڳ ناميارو شاعر سعيد ميمڻ لکيو آهي. سندس ٻيو شعري ڪتاب 'درد قديمي' به ڇپائيءَ هيٺ آهي. هو سنڌي ادبي سنگت لاڙڪاڻي جو جوائنٽ سيڪريٽري رهيو آهي. هن عملي زندگيءَ جي شروعات ڪي. ٽي. اين نيوز ۾ اسڪرپٽ/ نيوز ايڊيٽر طور ڪئي. هن وقت جاويد شبير، انٽرميڊيئيٽ بورڊ لاڙڪاڻي ۾ ڪمپيوٽر پروگرامر آهي.

**جاويد شيخ:** مشهور فلمي اداڪار جاويد شيخ جو اصل نالو شيخ جاويد اقبال آهي. هن 8 آڪٽوبر 1954ع تي جنم ورتو. سندس وڏا ڪراچيءَ جا پراڻا رهاڪو آهن.



جاويد شيخ جي پهرين فلم 'ڊماڪا' هئي، جيڪا 1974ع ۾ رليز ٿي. هن جي پهرين شادي زينت منگيءَ نالي خاتون سان ٿي، جنهن جو تعلق سکر سان ڇيو وڃي ٿو. جنهن مان کيس هڪ ڌيءَ مومل ۽ هڪ پٽ شهزاد جو اولاد ٿيو. جڏهن ته جاويد شيخ جي ٻي شادي مشهور آرٽسٽ سلميٰ آغا سان ٿي، پر ڪجهه عرصي بعد سندن علحدگي ٿي وئي. جاويد شيخ 100 کان وڌيڪ فلمن ۾ اداڪاري ڪئي آهي. کيس هيٺين فلمن ۾ ڪم ڪرڻ تي 'نگار اوارڊ' مليو:

غريبون ڪا بادشاهه (1988ع)، بارش (1989ع)، استادون کي استاد (1990ع).

هن ڪيترين ئي فلمن جي ڊائريڪشن به ڏني آهي. سندس ڊائريڪٽ ڪيل فلمن ۾: مشڪل (1995ع)، چيف صاحب (1996ع)، يس باس (1997ع)، جيني دو (1998ع)، کهين پيار نه هوجائي (1999ع)، يه دل آپ ڪا هوا (2002ع)، کُلي آسمان کي نيچي (2008ع) وغيره شامل آهن.

جاويد شيخ ويجهي ماضيءَ ۾ ڪيترين ئي ڀارتي فلمن ۾ به ڪم ڪيو آهي. ان کان سواءِ هو ڊرامن ۾ به اداڪاري ڪندو رهيو آهي. جن ڀارتي فلمن ۾ هن اداڪاري ڪئي آهي، انهن ۾: مجهي چاند چاهيي، يه دل آپڪا هوا، دس، جانِ مَن، نمستي لنڊن، اوم شانتي اوم، ماءِ نيم از اينٿوني، هم تم اور گهوسٽ وغيره شامل آهن.

**جاويد قاضي:** ناليوارو صحافي، ڪالم نگار ۽ وڪيل جاويد قاضي، مشهور محب وطن سياستدان ۽ هاري اڳواڻ، قاضي فيض محمد جو فرزند آهي.



هن 02 مئي 1964ع تي نوشهري فيروز ۾ جنم ورتو. سندس والد قاضي فيض محمد نه صرف هاءِ ڪورٽ سنڌ جو وڏو وڪيل هو پر سندس شمار سنڌ جي ساڃاهه وند اديبن ۽ هاري تحريڪ جي اڳواڻن ۾ ٿئي ٿو. قاضي فيض محمد جا ٽي ناول، آتم ڪٿا ۽ ٻه شاعريءَ جا ڪتاب ڇپيل آهن. جاويد قاضي پرائمري تعليم نوشهري فيروز مان حاصل ڪئي. ميٽرڪ 1979ع ۾ ڪيڊٽ ڪاليج پيٽاري مان، انٽر گورنمينٽ ڪاليج موري (1981ع) مان ۽ بي. اي (انجنيئرنگ) مهراڻ يونيورسٽي ڄامشوري مان 1988ع ۾ ڪيائين. سدائين پهريون نمبر ڪندڙ جاويد قاضيءَ DABP جو ڪورس انسٽيٽيوٽ آف بينڪرس آف پاڪستان مان 2000ع ۾ ۽ ايل ايل بي جي ڊگري يونيورسٽي آف لنڊن (ايڪسٽرنل) مان 2009ع ۾ ڪئي. جاويد قاضيءَ جا سياسي، سماجي، ادبي ۽ ثقافتي مسئلن تي ڪالم، تجزيا، پروفائيل، انٽرويو ايپاس، تبصرا وغيره اخبارن، رسالن ۽ مئگزينن ۾ ڇپجندا رهن ٿا. گذريل پندرهن سالن کان سنڌي ٻوليءَ جي اهم ڪالمسٽ طور سڃاتو وڃي ٿو. جاويد قاضي، 'هم' ٽي. وي (اردو) ۽ سنڌ ٽي. وي تي ڪجهه عرصو 'اينڪر پرسن' طور ڪم ڪري چڪو آهي، جنهن ۾ هن اهم سياسي ۽ سماجي شخصيتن جا انٽرويو به ڪيا. هن بئنڪاري جا به ڪيترا ڪورس ڪيا آهن. ان سلسلي ۾ هن پاڪستان کان ٻاهر انگلنڊ ۽ بنگلاديش وغيره ملڪن ۾ ڪيترن سيمينارن ۽ ورڪشاپن ۾ به حصو ورتو آهي. قاضي جاويد انساني حقن، غربت جي خاتمي ۽ عورتن جي حقن لاءِ ڪم ڪندي، انهن مسئلن بابت ڪيترن ئي ملڪن جو دورو ڪري سيمينارن ۾ شرڪت ڪئي آهي. هن وقت به لنڊن يونيورسٽيءَ مان ايل. ايل. ايم ڪري رهيو آهي. هن وقت سنڌ جي سنيئر وڪيل عبدالحفيظ لاکي سان گڏجي ڪراچيءَ ۾ وڪالت ڪري رهيو آهي.

**جاويد ميانداد:** پاڪستان جي قومي ڪرڪيٽ ٽيم جو اڳوڻو ڪپتان ۽ مايه ناز بئٽسمين محمد جاويد ميانداد خان، 12 جون 1957ع تي ڪراچيءَ ۾ ڄائو. سندس والدين ورهاڱي دوران احمدآباد (ڪڇ) مان لڏي ڪراچيءَ ۾ اچي آباد ٿيا.



هن شروعاتي توڙي اعليٰ تعليم ڪراچيءَ مان حاصل ڪئي. جاويد ميانداد 1975ع کان 1996ع تائين 22 سال پاڪستان جي قومي ڪرڪيٽ ٽيم ۾ کيڏيو. سندس شمار پاڪستان جي وڌيڪ رنسون اسڪور ڪندڙ رانديگرن ۾ ٿئي ٿو. 1986ع ۾ شارجا ۾ ڀارت خلاف ڪرڪيٽ مئچ کيڏندي آخري بال تي ڇڪو هڻي، پاڪستاني ٽيم کي يادگار ڪاميابي ڏيارڻ سبب ملڪي توڙي عالمي سطح تي سندس مقبوليت ۽ مشهوري ٿي. هن 124 ٽيسٽ مئچن ۾ 189 اننگون کيڏي، 52.57 جي شرح سان 8832 رنسون اسڪور ڪيون، جنهن ۾ 23 سينچريون شامل آهن. جڏهن ته ٽيسٽ مئچن ۾ هن 6 ڀيرا ڊبل سينچريون به ٺاهيون آهن. ٽيسٽ مئچن ۾ هن جو سڀ کان وڌيڪ اسڪور 280 (ناٽ آئوٽ) آهي، جيڪو هن پاڪستان جي روايتي حريف ڀارتي ٽيم جي خلاف ٺاهيو.

هڪ ڏينهن وارين 233 مئچن ۾ 41.70 جي شرح سان هن 7381 رنسون ٺاهيون، جن ۾ 8 سينچريون ۽ 50 ففٽيون به شامل آهن. جڏهن ته هن جو وڌ ۾ وڌ اسڪور 117 (ناٽ آئوٽ) آهي.

جاويد ميانداد 1980ع ۾ طاهره سهگل سان شادي ڪئي، جنهن مان کيس 2 پٽن ۽ هڪ ڌيءَ جو اولاد آهي. هن جي وڏي پٽ جنيد مياداد، انڊر ورلڊ جي ڊان طور مشهور، دائود ابراهيم جي ڌيءَ ماهه رُخ سان شادي ڪئي آهي.

هن پنهنجي ڪيريئر دوران 6 ورلڊ ڪپ کيڏيا آهن. 1992ع واري ورلڊ ڪپ جي تاريخي ڪاميابيءَ ۾ سندس محنت جو خوب دخل هو. هيءَ پاڪستان ڪرڪيٽ بورڊ جو ميمبر ۽ پاڪستان ڪرڪيٽ ٽيم جو ٽي ڀيرا ڪوچ به رهي چڪو آهي.

**جاويد هاشمي**: سينيئر سياستدان مخدوم جاويد هاشمي، 1 جنوري 1948ع تي ملتان ۾ ڄائو. هن پنجاب يونيورسٽيءَ مان پوليٽيڪل سائنس ۽ فلسفي ۾ ماسٽرس ڪئي. شاگرد يونين ۽ يونيورسٽي ڪائونسل ۾ سرگرم رهندي، اڳواڻيءَ جا گُر سکيا. 1985ع کان باقاعده عملي سياست شروع ڪيائين. 1985ع کان 1988ع؛ 1990ع کان 1993ع؛ 1993ع کان 1997ع ۽ 1997ع کان آڪٽوبر 1999ع تائين مسلسل پنهنجي تڪ تان قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊبو رهيو. مسلم ليگ (نواز) سان پراڻو ناتو اٿس. نوازشريف جي ٻئي دور حڪومت ۾ مخدوم جاويد هاشمي 1997ع کان 1999ع تائين صحت جو وفاقي وزير رهيو. ان کان اڳ نوجوانن واري وزارت تي به رهيو. آڪٽوبر 1999ع ۾ جڏهن جنرل پرويز مشرف اقتدار تي قبضو ڪيو ته نوازشريف خاندان سميت ملڪ بدر ٿيو ۽ ن ليگ جي سينيئر اڳواڻن کي عتاب پوڻو پيو، جاويد هاشميءَ کي به 2003ع ڌاري گرفتار ڪري مٿس ڪيس هلايا ويا ۽ تشدد به ٿيو. ڪيترن مهينن بعد آزاد ٿيو.



2008ع وارين عام چونڊن ۾ هن ٽن تڪن تان چونڊ وڙهي، جن مان ملتان جا به تڪ ۽ ٽيون لاهور ۽ راولپنڊيءَ جا هئا. هو ٽن تڪن تي ڪامياب ٿيو، پر ملتان واري تڪ تي پ پ اڳواڻ مخدوم شاهه محمود قريشيءَ کي سوڀ حاصل ٿي. هن جو شمار سينيئر ۽ سنجيده سياستدانن ۾ ٿئي ٿو. جولاءِ 2010ع ڌاري مٿس دماغي فالج جو حملو ٿيو پر علاج بعد طبيعت بهتر ٿيس. مخدوم جاويد هاشمي اصولي سياست ۾ يقين رکي ٿو.

**جاهڪي**: تعلقي مٺياريءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

الهڏنو ساند، صالح درس، تاج محمد لغاري، واحد ڏنو انڙ ۽ ڪندو انڙ.

**جاهليت**: هن اصطلاح کي اسلامي حوالي طور استعمال ڪيو ويندو آهي. اسلام جو طريقو سراسر 'علم' آهي، ڇاڪاڻ ته ان طرف الله تعالىٰ رهنمائي ڪئي آهي، جيڪو سيني حقيقتن جو علم رکندڙ آهي. ان جي برعڪس هر اهو طريقو، جيڪو اسلام ۽ انسانيت جي ابتڙ آهي، سو جاهليت جو طريقو آهي. تنهنڪري اسلام کان اڳ واري عربن جي دؤر کي جاهليت وارو دور ڪري ليکيو ويندو آهي. ڇاڪاڻ جو ان دور ۾ عربن ۾ جيڪو اجتماعي ۽ سياسي قانون جاري هو سو 'وحي الاهي' جي تابع نه هو. تنهنڪري سيني مسلم توڙي غير مسلم مؤرخن ان دور کي 'جاهليت' جو دور سڏيو آهي. ان ئي دور جو عرب شاعر امراءُ القيس مشهور آهي.

**ڄاهين ٻڌ**: ڄاهين ٻڌ وڏو بهادر ۽ عقلمند هو. فتحنامہ سنڌ عرف چچ نامي جو مصنف ڄاڻائي ٿو ته، "جڏهن محمد بن قاسم سنڌ تي حملو ڪري لشڪر سميت ديبل شهر پهتو، تڏهن ڪيس ديبل شهر جي وچ ۾ هڪ قلعو ۽ مندر نظر آيو. انهيءَ مندر جي مٿان هڪ گنبذ هو جنهن جي اوچائي چاليهه وال هئي. محمد بن قاسم انهي قلعي ۽ قلعي ۾ موجود مندر کي پنهنجي گهيري ۾ آندو ۽ جڏهن سندس لشڪر ستن ڏينهن کان پوءِ رات جو انهيءَ مندر واري قلعي تي چڙهڻ لڳو، تڏهن اندر موجود ديبلين بچڻ جي ڪا واهه نه ڏسندي قلعي جا دروازا کولي ڇڏيا، ان کان پوءِ اهي سڀ محمد بن قاسم کان جان جي امان گهرڻ لڳا، پر هن انڪار ڪيو ۽ حڪم ڏنائين ته هنن سيني کي قتل ڪيو وڃي. اهو ڪوس ٽي ڏينهن جاري رهيو. محمد بن قاسم ۽ سندس لشڪر قلعي ۾ اچڻ کان پوءِ مندر ۾ گهڙي پيو. مندر مان جڙائو زيور، ٻيون قيمتي شيون ۽ ست سؤ حسين ڇوڪريون ڪڍي باقي ٻين سيني مردن توڙي ٻارن کي قتل ڪري ڇڏيائون. قتل ٿيل ڇئن هزارن کان مٿي ماڻهن جا قيمتي زيور به لاٿا ويا. انهيءَ قلعي ۾ موجود ديبلين جو حاڪم ڄاهين ٻڌ برسايد جو پٽ هو. جڏهن ستين ڏينهن رات جو محمد بن قاسم جو لشڪر قلعي جي ڀتين تي چڙهڻ لڳو، تڏهن ڄاهين ٻڌ، جيڪو تمام بهادر هو راتو رات قلعي جي پٺ ٽپي وڃي راجا ڏاهروٽ پهتو ۽ ان کي هن سڄي ظلم کان آگاهه ڪيائين. راجا ڏاهر کي ڏاڍو ڏک ٿيو پر ڄاهين کي سلامت ڏسي، لشڪر ڏئي مهراڻ جي ڪناري ٻيٽ جي قلعي جو حاڪم مقرر ڪيائين ۽ جڏهن محمد بن قاسم ٻيٽ جي قلعي وٽ پهتو تڏهن ڄاهين ٻڌ ۽ محمد بن قاسم جي وچ ۾ زبردست جنگ لڳي."

**جائز**: هيءُ هڪ ديني ۽ فقهي اصطلاح آهي، جنهن مان مراد اُهي فعل (ڪم) آهن، جيڪي ڪرڻ جي اجازت آهي. يعني اهي فعل اسلامي شريعت جي خلاف نه آهن. فقه جي عالمن اهڙن ڪمن جا پنج قسم بيان ڪيا آهن، جيڪي ڪرڻ جي اجازت آهي، انهن کي عام طرح 'مباح' چيو ويندو آهي، (1) جيڪو ڪرڻ يا نه ڪرڻ ساڳي ڳالهه آهي، (2) جيڪو شرعي طرح منع ٿيل ناهي هوندو، توڙي جو مڪروه هجي، (3) اهو ڪم جيڪو واجب هجي يا مڪروهه هجي ۽ عقل ان کي قبول ڪندو هجي، (4) اهو فعل، جنهن جي لاءِ شريعت ۾ مباح جو حڪم جاري نه هجي، انهيءَ ڪري اهو ڪم جائز آهي، (5) اهو ڪم مشڪوڪ هجي، اهو اهڙو ڪم آهي، جنهن لاءِ انسان جو عقل اهو چوي ته ٻئي ڳالهيون برابر آهن ۽ اهو به ته شرعي لحاظ سان منع ٿيل نه هجي.

**جائزو (ڪتاب)**: هيءُ ڪتاب هند سنڌ جي ناليواري شاعري هري دلگير جو لکيل آهي. انڊين انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ طرفان شايع ٿيو. هن ڪتاب ۾ ڪشنچند بيوس جي شاعريءَ بابت مقالا آهن. ڪشنچند بيوس جي جنم ڏينهن تي سينٽرل هندي ڊائريڪٽوريٽ ڀارت سرڪار پاران ڪرايل سيمينار ۾، جن اديبن مقالا پڙهيا، تن کي هري دلگير سهيڙي ڪتاب جي شڪل ڏني آهي. هن ڪتاب جو مهاڳ به هري دلگير پاڻ لکيو آهي. ڪچي جلد سان هن ڪتاب جي قيمت 30 روپيا آهي. ڪتاب ۾ ڪل 160 صفحا آهن. هيءُ ڪتاب 1993ع ۾ شايع ڪيو ويو.




**جائلس**: انگريزن جي دور ۾ سنڌ جو سورهون ڪمشنر. جيڪو سال 1898ع ڌاري ڪراچيءَ کان جيڪب آباد آيو ۽ سنڌ جي ڪمشنريءَ جون ذميواريون سنڀاليائين. هيءَ ڪيترن ئي سالن تائين سنڌ جي اڪثر ضلعن ۾ ڊپٽي ڪليڪٽر، شڪارپور ۽ ڪراچي ضلعن جو ڪليڪٽر ۽ ضلعي (جيڪب آباد) ۽ ٿرپارڪر ضلعن جو ڊپٽي ڪمشنر رهي چڪو هو ۽ سهڻي نموني سان حڪومت جو ڪاروبار هلايو هئائين. ان ڪري ڪيس ڪمشنر جي عهدي تي مقرر ڪيو ويو. هن ڏاهپ سان ڪمشنريءَ جي ذميوارين کي نڀايو. مسٽر جائيلس معمول ۽ روزمره جي ڪمن کان سواءِ جيڪي اهم ڪيا، سي هن ريت آهن: (1) 1898ع ۾ پليگ جي منحوس بيماري ڪراچيءَ ۾ ايڏي

شدت سان آئي، جو ماڻهن جي مرڻ جو تعداد حد کان وڌي ويو. ان جي بچاءَ لاءِ صفائي، رهائش ۽ دوا درمل وغيره جو بهترين انتظام ڪيائين. (2) سال 1898ع جي آخر ۾ جائيلس ڪراچيءَ کان مختصر عملو ساڻ ڪري نڪتو ۽ سنڌ جي اڪثر ضلعن جو دورو ڪيائين. پهريائين نوشهري فيروز ۾ پهتو، سڄي ضلعي جا ڳوٺ ۽ شهر پنهنجين اکين سان ڏٺائين ۽ هر شيءِ آباد، غير آباد، ڪلر، نهري هُرلن ۽ کوهن وغيره جي پاڻيءَ جو معائنو ڪرڻ بعد سرڪاري ڍل گهٽ ڪرڻ جي باري ۾ تجويزون تيار ڪيائين.

**جائلس لائبرري لاڙڪاڻو:** لاڙڪاڻي شهر ۾ ريلوي لائين جي اوڀرندي پاسي هڪ وڏو باغ آهي، جنهن کي ورهاڱي کان اڳ 'تجر باغ' ڪري سڏيندا هئا ۽ هاڻي ان کي 'جناح باغ' چيو وڃي ٿو. ان باغ ۾ هڪ وڏي لائبرري قائم ٿيل هئي، جنهن کي پنهنجي عمارت هئي ۽ ان جي هڪ وڏي هال ۾ هيءَ لائبرري قائم هئي. ان عمارت ۾ پاڪستان نيشنل سينٽر قائم ڪيو ويو ۽ ان ساڳئي هال ۾ نيشنل سينٽر لائبرري بہ موجود هئي. هيءَ لائبرري لاڙڪاڻي جي تڏهوڪي ڪليڪٽر مسٽر جائلس جي نالي سان 1884ع ۾ قائم ٿي هئي. ورهاڱي کان اڳ هيءَ لائبرري نهايت اوج تي هئي. لائبرريءَ ۾ انگريزي ڪتابن جو عمدو ذخيرو موجود هو. هن لائبرريءَ ۾ هندستان جون اڪثر مشهور اخبارون اينديون هيون ۽ انهن جي مطالعي لاءِ صبح شام پڙهندڙن جي رش هوندي هئي. لاڙڪاڻي جي رهواسين ۾ سياسي ۽ قومي شعور پيدا ڪرڻ ۾ هن لائبرريءَ اهم ڪردار ادا ڪيو. اخبارون، رسالا ۽ ڪتاب پڙهي هر مڪتبہ فڪر جا ماڻهو باغ ۾ ويهي، انهن ڏينهن جي سياسي ۽ اقتصادي صورتحال تي وڏا بحث ڪندا هئا. هن لائبرريءَ کان سواءِ لاڙڪاڻي شهر ۾ برادر منڊل ۽ شيوا منڊليءَ جي انتظام هيٺ ڪجهہ خانگي لائبرريون بہ موجود هيون، جيڪي عوام جون ڪتابي ضرورتون پوريون ڪنديون هيون، پر پوءِ ڪن اڻٽر حالتن سبب اُنهن سميت هيءَ لائبريري بند ٿي وئي.

**جائُو:** جائو لئيءَ جي وڻ کي چوندا آهن ۽ اهو سڄي سنڌ ۾ موجود آهي، گهڻو ڪري ڪوهستان واري علائقي ۾ لئيءَ کي 'جائو' چوندا آهن. ڀٽائي بہ 'جائو' استعمال ڪيو آهي:

وڏا وڻ وٽڪار جا، جت جائُو، جمر، جَر،
ڪوسا تپن ڪَڪِرا، دَم دَم تپي ڏَرَ،
ويچارِي ڏي وَرَ، پيرُ نہ لهي پرينءَ جو.
(شاهواڻي، آبري، بيت 8)

**جائُون:** چوپائي مال جي هڪ بيماري آهي، جنهن ۾ چوپائي مال جي اوجهريءَ ۾ ننڍڙا جيت پيدا ٿيندا آهن، جيڪي ڳاڙهي رنگ جون گڏرون هونديون آهن.

**جاءِ وڻ:** هڪ قسم جو پسارڪو وکر آهي. هيءُ وڻ عشق پيچان جي ول وانگر پکڙجندڙ آهي. هن جو گل اڇو ۽ خوشبودار ٿيندو آهي. حڪيمن جي چوڻ موجب هن جو گل دل ۽ دماغ کي فائدو ڏئي ٿو جگر ۽ معدي کي تقويت ڏئي ٿو وات کي خوشبودار ڪري ٿو وائي باديءَ کي تحليل ڪري ٿو سيني ۽ ڦڦڙن جي رطوبت، پيشاب جي گهٽائي، ڪنگهہ، مٿي جي سور، ٻرهل جي رطوبت، مثاني ۽ جگر جي بيمارين ۾ مفيد آهي. نزلي کي خشڪ ڪري ٿو سنڌن خيال موجب گرميءَ سبب مٿي ۾ سور پوي تہ هن جا گل سنگهڻ گهرجن، پن ۽ پاڙ ڪاڙهي پيارجي تہ اُلٽين کي روڪيندو. ڪنگهہ دمڪشيءَ ۾ فائدو ڪندو، چٽيءَ وارين جاين تي مهٽجي تہ داغ صاف ٿي ويندا.

**جائيم:** تحفة الڪرام ۾ مير علي شير قانع ٺٽوي لکي ٿو تہ: "هالا پرڳڻي جي پسگردائيءَ ۾ هڪ ڳوٺ جائيم جي نالي سان مشهور هو علم ۽ ادب جي مرڪز ڪانسواءِ جائيم ۾ درويش بہ گهڻائي ۾ موجود رهندا هئا. جائيم جي مشهور شخصيت مخدوم صدرالدين راهوتي نالي بزرگ ٿي گذريو آهي، مخدوم صدرالدين هميشہ واعظ ڪندو هو جنهن ۾ ڏاڍو اثر هوندو هو سچن جي جماعت ۾ سندس ڪمالات مشهور آهن.

**جَبّارُ:** اللّٰه تعاليٰ جو هڪ صفاتي اسم مبارڪ.

**جبران جا چار ناوليٽ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب، لبنان جي پهاڙن ۾ جنم وٺندڙ دنيا جي عظيم فلسفي ۽ دانشور خليل جبران جي چئن ننڍن ناولن جو گڏيل مجموعو آهي، جنهن کي گل محمد تنيي مرتب ڪيو آهي. هن گڏيل ڪتاب ۾ خليل جبران جا هيٺيان چار ناول ڏنا ويا آهن:

(1) **پيغامبر (Prophet):** خليل جبران جي هن ناول جو اردوءَ مان سنڌي ترجمو گل محمد تنيي ڪيو آهي، ۽ ڪتاب جي 74 صفحن تي مشتمل آهي. هيءُ ناول خليل جبران جي شاهڪار ڪتابن ۾ ڳڻيو وڃي ٿو.

(2) **مرشد جو پيغام (The Voice of the Master):** هن ناول جو سنڌي ترجمو مسعود جماليءَ ڪيو آهي. اصل عربيءَ ۾ لکيل هن ڪتاب جو انگريزي ترجمو ائنٿوني. آر. فيرس (Anthony. R. Ferris) ڪيو هو. هيءُ ڪتاب ڪرائون سائيز جي 75 صفحن تي مشتمل آهي.

(3) **ڀڳل کنڀڙائيون (Broken Wings):** هيءُ ناول، اردوءَ مان سنڌيءَ ۾ ترجمو گل محمد تنيي ڪيو آهي ۽ ڪتاب 102 صفحن تي مشتمل آهي.

(4) **بغاوت:** هيءُ ناوليٽ، اردوءَ مان يوسف سنڌي، سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي ۽ ڪتاب 78 صفحن تي مشتمل آهي.

هيءُ ڪتاب 'جبران جا چار ناوليٽ'، روشني پبليڪيشن، ڪرائون سائيز ۾ 2004ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، جنهن جي قيمت 100 روپيا آهي.

**جبران جون ڪهاڻيون** (ڪتاب): هن ڪتاب جو مرتب ۽ مترجم گل محمد تنيو آهي ۽ ڪتاب جو مهاڳ، منصور قادر جوڻيجي لکيو آهي. هن ڪتاب ۾ 'زندگي جو ڊوهہ'، 'آزادي'، 'سزا'، 'محبت ۽ لڙڪ'، 'ٻڪيو ۽ راڳ'، 'مرڪ ۽ لڙڪ'، 'ديوانو ڪيئن بڻيس'، 'خدا ننڊ ۽ سڄاڳيءَ وچ ۾'، 'حوصلي واريون ٽي ڪوليون'، 'ڇهرا'، 'نجومي'، 'ٻي زبان'، 'مقدس شهر'، 'رات ۽ ديوانو'، 'سوري سزا وار'، 'ديوانو منهنجو دوست'، 'ست شخصيتون بہ درويش' وغيره مضمون شامل آهن. ڪرائون سائيز جو هيءُ ڪتاب 98 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن جي قيمت 25 روپيا آهي. هي ڪتاب روشني پبلڪيشن ڪنڊياري ضلعي نوشهري فيروز ڇپرايو آهي ۽ ڪتاب جو ٻيو ايڊيشن اپريل 1996ع ۾ شايع ٿيو آهي.

**جبروت:** سلوڪ جي ٽين منزل (پهرين ناسوت، ٻي ملڪوت). هيءَ اصطلاح حديث مان ورتل آهي ۽ مختلف حديثن ۾ هن جو مفهوم آهي تہ "قدرت جو عالم" جنهن جي معنيٰ آهي "عالم برزخ"، يعني وچون جهان يا وچ وارو جهان.

**جبر ۽ قدر:** علم ڪلام جو هڪ اصطلاح آهي، جيڪو انسان جي اختيارن جي حدن متعلق آهي. 'جبر' جو مطلب آهي، انساني فعلن کي خدا ڏانهن منسوب ڪرڻ ۽ 'قدر' جو مطلب آهي، انساني فعلن کي خود انسان سان نسبت ڏيڻ. مسلمانن جي هڪ فرقي 'جبريہ' جو عقيدو آهي تہ انسان جي هٿ وس ڪجهہ ڪونهي. جيڪي واقعا، حادثا ۽ انساني عمل ٿين ٿا، سي سڀ الله جي طرفان آهن. اٽل آهن ۽ انهن کي ڪا بہ 'بشري طاقت' بدلائي نہ ٿي سگهي. هن فرقي موجب آنهن جا عمل سندن تابع نہ هوندا آهن. بلڪ رضا الاهيءَ جي اختيار ۾ هوندا آهن. 'جبريہ' کي پنهنجي فعل ۾ ڪو بہ اختيار ڪونهي. جيتوڻيڪ هو بيجان شين وانگر ارادي ۽ اختيار کان بلڪل محروم آهي. 'قدريہ' جو چوڻ آهي تہ انسان پنهنجي فعلن ۾ آزاد ۽ خودمختيار آهي.

**جبريل/جبرئيل/جبرائيل:** هڪ مقرب فرشتي جو نالو، جنهن جو مفهوم عبراني ٻوليءَ ۾ 'خدا جو ٻانهو' آهي. هيءَ لفظ عربي توڙي عبراني ٻولين ۾ خدا جي نالي 'ايل' ۽ 'جبر' جو مرڪب آهي. جيئن تہ هيءَ هستي الله تعاليٰ ۽ پيغمبرن جي وچ ۾ 'وحي' جي امر ۽ نحي جي تبليغ تي مقرر ٿيل هئي، تنهنڪري وحي، جبرئيل نبي سڳوري جي قلب تي امر نازل ڪندڙ فرشتو 'روح الامين' آهي. هن فرشتي کي 'روح الاعظم' يا 'روح القدس' بہ چوندا آهن.

**جبريل بن بختيشوع:** بغداد جي مشهور طبيب خاندان آل بختيشوع جو هڪ فرد. بختيشوع جنهن خليفي هارون رشيد جو ڪامياب علاج ڪيو، تنهن کي خليفي بغداد ۾ رهائي ڇڏيو. 791ع ۾ جڏهن خليفي جي وزير يحيٰ بن خالد برمڪي جو پٽ وزير خاص جعفر برمڪي بيمار ٿيو، تڏهن ان جو بہ مڪمل علاج ڪيائين. ان ڪان پوءِ خليفي چاهيو تہ بغداد ۾ ڪو مستقل حڪيم هئڻ گهرجي، جنهن تي بختيشوع پنهنجي پٽ جبريل جو نالو ڏنو. جبريل جعفر برمڪيءَ کي پنهنجي قابليت سان ايترو تہ متاثر ڪيو جو هو کيس هميشہ پاڻ سان گڏ کڻندو هو. بختيشوع جي وفات بعد خليفي هارون رشيد جبريل بن بختيشوع کي پڻس جي جاءِ تي 'افسرالاطباء' مقرر ڪيو. مامون رشيد جي زماني تائين جبريل انهيءَ عهدي تي فائز رهيو. جبريل بن بختيشوع ان وقت خلافت جو سڀ کان وڏو طبيب هو. خليفي هارون وٽ هن جي اها حيثيت هئي جو خليفي کڏهن بہ جبريل جي سفارش کي رد نہ ڪيو. خليفو هارون رشيد اڪثر چوندو هو تہ جبريل جو مرتبو منهنجي وزيرن کان وڌيڪ آهي، ڇاڪاڻ تہ وزير منهنجي سلطنت جا نگهبان آهن، پر جبريل خود منهنجي صحت جو نگران آهي، جنهن سان منهنجي پوري سلطنت وابستہ آهي. عباسي دور ۾ هن طبيب اعظم کي پنهنجي پيشي جي ڪري فين ۽ پگهار جي مد ۾ ڪافي آمدني هئي. هن کي سرڪاري خزاني مان ڏهہ هزار درهم ماهوار پگهار ملندي هئي، ان ڪانسواءِ خليفو هر سال جي شروعات ۾ هن کي پنجاهہ هزار درهم روڪ، ڏهہ هزار درهمن جا ڪپڙا ۽ ٻيو سامان انعام طور ڏيندو هو. ذري گهٽ ايتري رقم ٻين جي علاج مان بہ کيس ملي ويندي هئي. اميرن وزيرن جي علاج مان کيس اٽڪل چار لک درهم جيتري ساليانی آمدني هئي. شاهي طبيب جي حيثيت ۾ حساب لڳايو ويو آهي تہ ڪل اٺ ڪروڙ اٺاسي لک درهم، هن کي سرڪاري خزاني مان حاصل ٿيا. مامون رشيد جي دور ۾ بہ جبريل 17 سال زنده ۽ ساڳي عهدي تي رهيو ان دؤر ۾ بہ سندس آمدني ۾ ڪمي نہ آئي.

جبريل بن بختيشوع 830ع ۾ وفات ڪئي. هن عظيم طبيب جي وفات جو ڏک نہ رڳو سرڪاري طور بغداد ۾ پر سڄي عباسي سلطنت ۾ ڪيو ويو. جبريل طبي دنيا ۾ هڪ محقق جو درجو رکي ٿو هن حڪمت تي ڪيترائي ڪتاب لکيا، پر اڄ انهن مان ڪنهن بہ هڪ جو پتو ناهي.

**جبل** (Mountain): جبل اصل ۾ ٽاڪرو (Rocky) مواد ۽ مٽيءَ جا/ مان ٺهيل آهن. ڌرتيءَ جا صفا ٻاهريان تهہ ڇهن پاٽن/ پڙچن (Plates) جا ٺهيل آهن. جڏهن ڌرتيءَ جون ڪي بہ ٻہ پليٽون هڪ ٻئي سان ٽڪرائجن ٿيون، تہ زمين جو ڳپل حصو مٿي اُڀريو پوي، جو جبل ٺهڻ جو سبب بڻجي ٿو هڪ



اندازي موجب قديم ترين ڄاتل ٽڪرن/ ٽاڪن (Rocks) جي عمر 3900 ملين سالن جي لڳ ڀڳ سمجهي وڃي ٿي. يون وديا (Geology) جي عمل ۽ جابلو جوڙ توڙ سبب پنج مکيہ قسمن جا پهاڙ ٿين ٿا:

1. Fold Mountain: هي قسم عام آهي، هماليا، آلپس وغيره هن قسم جا جبل آهن. هي جبل ڌرتيءَ جي ٻن پليٽن جي ٽڪرجڻ جي نتيجي ۾ ٺهيل آهن. هنن جا بہ ٻہ قسم آهن: (1) ٻنهي پاسن سان لاهانديءَ واري ليپٽ (Anticline)، (2) ٻنهي پاسي مٿي چاڙهي واري ليپٽ (Syncline).

2. Fault Block: هن حالت ۾ شگاف يا سير سبب ٽڪر (Rock) جو مواد گهرڪي اندر وڃي ٿو هن جا بہ ٻہ قسم آهن: (1) Lifted، (2) Tilted. پهرين ۾ جبل جا ٻئي پاسا ايڪپرا هوندا آهن. ٻئي قسم جو هڪ پاسو اُڀو ۽ ٻيو پاسو جهڪي لاهہ سان ٿئي ٿو.

3. Volcanic Mountain: هيءَ جبل، ٻرندڙ جبلن جي لاوي (Magma) جي ٺري وڃڻ سان ٺهن ٿا.

4. Dome Mountain: هن حالت ۾ ٻرندڙ جبل واري (Magma) پاسن واري ٽڪر (Rock) تي ٺري ٺوٺ ٿيڻ بعد جبل جي چوٽي (Core) بڻجيو پوي.

5. Plateau Mountain: در حقيقيت ۾ نقلي يا ڪوڙو جبل آهي، جيڪو گهٽو ڪري پراڻن Fold Mountains جي پاسن ۾ جبلن جي ڪاڻ سبب پُريل مواد جي گڏ ٿيڻ سان ٺهي ٿو.

زمين جي اوچ جو اهو حصو، جيڪو واري زمين کان محدود ايراضيءَ تائين مٿي اڀريل هجي، ان کي جبل (Mountain) سڏجي ٿو. هن جي ڊيگهه ۽ ويڪر لاءِ ڪا ماپ يا اندازو مقرر نه آهي. پر اوچائيءَ بابت مختلف ماپون بيان ڪيون ويون آهن. جيڪي 300 ميٽرن کان وٺي 2500 ميٽرن تائين آهن. عام طرح 300 ميٽر اوچائيءَ کان گهٽ واري اُڀار کي ٽڪري يا ٽورڙو ڪوٺيندا آهن. اهڙن اندازن جي بنياد تي دنيا جي کنڊن يا وڏن علائقن تي موجود جبلن جي ڪٽ موجب ايشيا جو 64%، يورپ جي 25%، ڏکڻ آمريڪا جي 22%، آسٽريليا جي 17%، آفريڪا جي 3% زمين تي جبل پکڙيل آهن: هڪ اندازي موجب دنيا ۾ سراسري طور 24% حصي ۾ جبل آهن.

جبل جون ڪي عام خاصيتون يا وصفون: دنيا جون اڪثر نديون جبلن تان وهڻ شروع ڪن ٿيون. دنيا جي اڌ کان وڌيڪ آبادي پاڻيءَ جي حوالي سان جبلن تي مدار رکي ٿي. جبل ملڪن جي آبهوا کي متاثر ڪن ٿا. قطبن وٽ جتي ٻارهوئي برف ڄميل رهي ٿي. اتي ٿڌ کان سواءِ برفاني ڇپن (Glaciers) جي گهرڪڻ يا گسڪڻ جي ڪري جيڪا ڪاٽ ۽ ٽوڙ ڦوڙ ٿئي ٿي. اها جبلن وغيره جي شڪلين کي تبديل ڪري ٿي. انهيءَ علائقي ۾


ڪارونجهر جبل جو ڏيک

Glacier Lakes (برفاني ڍنڍون) به ٺهن ٿيون. جبلن جي اوچائيءَ تي نه رڳو آب هوا، پر اتان جي نباتات ۽ حيوانات به متاثر ٿئي ٿي. ڇاڪاڻ ته اوچن جبلن جي چوٽين، وچ ۽ پيڙهه وٽ جدا جيوڏسائون (Ecologies) هجن ٿيون. ماڻهو جبلن تي رهڻ کان وڌيڪ سنئين زمين تي رهڻ پسند ڪري ٿو. جابلو ماڻهوءَ جي جسماني حالت به ڪنهن حد تائين مختلف هجي ٿي ۽ متانهينءَ تي خاص ڪري 3500 ميٽرن کان مٿي رهندڙ ماڻهن ۾ آڪسيجن جي ڪميءَ سبب ڪي مخصوص بيماريون به ٿين ٿيون. ڪن برفاني ۽ سرسبز جبلن کي تفريحي هنڌن طور مشهوري آهي. ڪن جبلن تي ڪن مخصوص راندين جو ڇهڇٽو يا جوش خروش موسمي يا دائمي رهي ٿو مثال طور: Skiing، Ice climbing، Rock climbing، Mountaineering، Hiking، Back packing، Lifts، Tram ways وغيره وغيره.

سنڌ کي به وٽ سارو جبلن جو حصو مليو آهي. سڄو اولهندو ڪنارو کيرٿر وچ ۾ ڪٽي ڪٽي (روهڙيءَ جي آس پاس ۽ حيدرآباد جي اوسي پاسي ۾) ٽڪريون، ۽ ڏکڻ- اوڀر ڪنڊ وٽ ڪارونجهر جبل. سنڌ کي به جبلن وارن خطن ۾ شمار ڪرائين ٿا. انهن جبلن مان سڀ کان آڳاٽو ڪارونجهر ۽ پوءِ لکي جبل جو ٽورڙو حصو باقي گهڻو ڪري Tertiary جيالاجي جي ٽئين دور ۾ ان کان پوءِ وارن دورن جا آهن. کيرٿر جبل جي اوچائي ڪن هنڌن تي 6000 فوٽن کان مٿي آهي.

**جبل الطارق**: هيءُ جبل اسپين جي ڏکڻ ۾ انڊونيشيا جو سڀ کان وڏو پهاڙي طرز جو جزيرو آهي. انڊونيشيا جو هيءُ حصو آفريڪا واري براعظم کان 16 ميلن جي مفاصلي تي جبرالٽر وٽان جدا ٿئي ٿو ۽ هن جزيري تي 2 ميل ڊگهو اڌ ميل ويڪرو شهر ٻڌل آهي. جنهن کي پڻ جبل الطارق چيو وڃي ٿو هيءُ شهر انڊونيشيا سان ڳنڍيل آهي.

**جبلت** (Instinct): جبلت مان مراد آهي، اُهي پيدائشي رجحان يا خواهشن جا ڳائڻ وارا تحرڪ، جنهن جو مقصد جسم جي اهم ضرورتن کي پورو ڪرڻ آهي. ابتدائي سبب، ضرورتن يا خواهشن جو ماضيءَ جو ڪو تجربو نه هوندو آهي. اهي ابتدائي عمل جنهن جو تعلق ڪنهن به ماضي جي تجربي سان نه هجي، اهي جبلي عمل آهن. اها جبلت انهن ڪيڙن تي به لاڳو ٿيندي آهي، جيڪي ترقيءَ جي شروعاتي دور مان گذري چڪا آهن ۽ پنهنجي خوراڪ پاڻ مهيا ڪرڻ تي ۽ نسل وڌائڻ تي قادر هوندا آهن. جبلت ڪنهن جاندار ۾ موجود هڪ اهڙو قدرتي ۽ پيدائشي رجحان آهي، جيڪو ڪنهن خاص ضرورت جي تسڪين جو طريقو مهيا ڪندو آهي. ٻاراڻي عمر مان گذرڻ کان پوءِ انسان ۾ خالص جبلت جو وجود باقي نه رهندو آهي. انسان جا ڪيترائي عمل ورثي جي عمل جو حصو بڻجي ويندا آهن. جانورن ۾ خاص ڪري ادنيٰ جانورن ۾ خالص جبلت جو مشاهدو ڪري سگهجي ٿو. جانورن ۾ گهڻن عملن جي شروعات جبلت آهي. مثال طور پکي پنهنجو آکيرو جبلت جي تحت ٺاهڻ شروع ڪندا آهن. پوءِ دستياب مواد ۽ (جڳهه) مطابق ان ورثي ۾ مليل مهارت جي استعمال سان تبديلي ڪندا ويندا آهن. انسان جو ورثي وارو عمل ان جي جبلت کي دٻائڻ جو هڪ ذريعو آهي. جڏهن انسان معاشري ۾ رهڻ سکندو آهي ته ان کي پنهنجن ڪيترن ئي جبلتن کي دٻائڻو پوندو آهي. مجموعي انساني طرز عمل، جبلي ۽ آموزشي معرڪات (Learning Skylines) جي وچ ۾ ٿيڻ واري مفاهمتي عمل سان وجود ۾ ايندي آهي.

**جبل جي ڏاڪ**: هيءُ هڪ قسم جو پسارڪو وکر آهي، جيڪو پوري ۽ ڪاري رنگ جو ذائقي ۾ تيز ۽ خارش پيدا ڪندڙ جابلو ول جو ڦر آهي. هيءُ ڪيڙن مار اثر رکي ٿو. ٽنهنڪري جوئن وغيره مارڻ لاءِ ڪم آڻيندا آهن. حڪيمن موجب هن سان ڏندن جو سور لهي ٿو هن ۾ به نهايت زهريلا جوهر آهن. ٽنهنڪري هن کي اندروني طور استعمال نه ڪرڻ گهرجي.

**جبل زيتون**: جبل زيتون، يروشلم ۾ آهي. هن جبل کي عربيءَ ۾ 'جبل عط' ۽ عبراني ۾ 'هار هازيتم' چوندا آهن. هن جون ڪيتريون چن جي پٿر جون قطارون آهن. جيڪي پراڻي ييروشلم شهر جي اوڀر ۾ آهن. قدران جي ماٿري جي پر ۾ آهي، جنهن جو ذڪر بائيبل ۽ ٻين مذهبي ڪتابن ۾ آهي، هيءُ جاءِ يهودين ۽ عيسائين لاءِ متبرڪ آهي. 1967ع واري فلسطين- اسرائيل جنگ کان پوءِ اسرائيل جي قبضي ۾ آهي. زيتون جبل جي چوٽي 2652 فوٽ ڏکڻ طرف آهي، وچين چوٽي 2645 فوٽ بلند آهي، اتي 2694 فوٽ بلنديءَ تي اسڪوپس چوٽي آهي، جنهن کي هار هازيتم ۽ عربي ۾ 'راسل مشرف' چيو وڃي ٿو.

بائبل ۾ سڀ کان پهريائين هن جو ذڪر 'جبل جي چاڙهي' (11 سيموئل 115) ۾ اچي ٿو جبل زيتون جو ذڪر پراڻي عهدنامي ۾ به اچي ٿو ته يسوع مسيح يروشلم ۾ پنهنجي زندگيءَ جي آخري هفتي جي شروعات ۾ داخل ٿيو

(ميٿيو: 1-21، مارڪ: 11.19) هن جي اڳڪٿيءَ يروشلم جو زوال ٻڌايو هو. جداس جي بيوفائيءَ کان اڳ هن باغ وٽ عبادت ڪئي هئي. (ميٿيو: 26، مارڪ: 14) اهو هنڌ، لاهين جي اولهه طرف ٻڌايو وڃي ٿو.


جبل زيتون جو هڪ ڏيک

هڪ ٻيو روايتي هنڌ اسينشن به هن جبل تي آهي، جتي چوٿين صديءَ ڌاري ڪيترن ئي فرقن جا گرجا گهر ٺاهيا ويا. يهودين جي روايتن مطابق ميسياني عهد، هن جبل تان شروع ٿيندو هو انهيءَ ڪري جبل جا لهوارا ميدان ڪيترن صدين کان يهودين جي پورڻ لاءِ ڪم اچن ٿا.

**جبل متي باهڙي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي نامياري ليکڪ نجم عباسيءَ جي خطن تي مشتمل آهي، جيڪي هن اديب ۽ پبلشر يوسف سنڌيءَ کي مختلف وقتن تي لکيا هئا. انهن خطن کي يوسف سنڌيءَ ترتيب ڏئي ڪتابي صورت ۾ سچائي اشاعت گهر دڙي پاران سال 1993ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. نجم عباسيءَ جا لکيل اهي خط علمي ۽ ادبي حيثيت رکن ٿا. ڪچي جلد سان 160 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 45 رپيا آهي.




**جُبو** [1]: لباس جو هڪ حصو شلوار قميص جي مٿان پائڻ جو هڪ لبادو آهي. جنهن کي آڳاٽي سنڌيءَ ۾ 'فرغل' يا 'ڦرڪو' چوندا هئا. خليفي هارون رشيد کان اڳ به شرفا ۽ وقت جا وڏا امير رنگين ريشمي ڪپڙا پائيندا هئا. ۾ خليفو هارون رشيد کليل جُبا، نقش نگار وارا ۽ ريشمي چادرن جي گوڏ پائيندو هو ڪپڙي جي اڻاوت ۽ ڪورڪي ڪم جا ڪارخانا مصر ڪوفي ۽ سوس ۾ هئا. سوس ۾ ٺهندڙ ريشمي ڪپڙو سُوسي جي نالي سان مشهور هو شريفن ۽ بزرگن جي لباس ۾ پاجامو ويڪرو پهراڻ، قبا ۽ عبا شامل هوندا هئا. مٿي تي عمامو يا پڳڙي ٻڌندا


جُبو

هئا. ڪڏهن ڪڏهن ڪلهن تي دُشالو به رکندا هئا. خليفا ٽوپي مٿي تي رکندا هئا، جنهن جي اندران ريشمي نرم رومال هوندو هو مصر ۾ 19 صديءَ جي آخر تائين عوام جو لباس سادو هوندو هو ۽ اڪثر ماڻهو سوڙهو پاجامو، نيري ململ يا ٿلهي سُٽ جي قميص ۽ ڊگهو جُبو پائيندا هئا. جُبو ڳلي کان وٺي چاڙيءَ تائين کليل رهندو هو سنڌ ۾ عالم، استاد ۽ درويش اڇي، سائي، يا ڪاري رنگ جو جبو پائيندا هئا. اڄ ڏينهن تائين اهو رواج هلندو اچي ٿو.

**جُبو** [2]: تعلقي ناري جي هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پنڌراهو جتوئي، مٺي کوهي، جهوروري، ڦاڪيرو، امام ڳڙهه، راجاهو واهنجوئي، منڙيون نينڊورو، ڪاروئي، ٽڙڪانوئي، صابوءَ وارو ٽڙ، ٽڙ مهروئي، ٽڙ بيگاراهو، ٽڙجمع، رائيتا وارو مرڪت، راندهوئي، وارهي وار، ڪور، پرچ راجي منڙاٿو رتنوئي، گندارهو ڪاروڙ سهن وارو، مڏواري، منارو، پيچهارو، رتنگ، ٽڙنئون، ٽڙپکهيل، ٽڙ مموٽي، آٻلاهو گتڙيو بروئي، منڙاهو مڪرو، وارث وارو رابلاهو منڊرو وڪون، گهاٽون، جهه فتح واري، ڍاڍهرڪي، ڪاروڙو برڙامي، ماڙي، سن، چن، لاٽڙي، منگرواري کوهي، سنجوهي، ڪنيارو ماسوماهو ٿونٿوئي، ٻهيرو ناري واري ڪنڊي، وسيرو، آگاهو واري ڪنڊي، متل واري ڪنڊي، سوني واري ڪنڊي، پسايو لهرڪوئي، الهڙوئي، مرڪنڊ، لعل واري کوهي، سيٺ واري، انهيار، ڊاپوڙو ناروائي، سوهوچل، صالح وارو، پنر ڪاهي، ديداهو، شفيع وارو، ٻناٽئو راجڙڪي، جاتوجن وارو، هاشماهو فقيرو، ارباهو، ٽڙرامسر، مڙهي، ٽڙموٽڻ فقير، محمد بخش مگريو، خميسو عثمان، سوپارو، محمد رحيم، مٺو ڪوڊ، ڪاروڙو، گلوئي، دفرو، گوئي، رتوئي، جهلوئي، سوڊڙو، مقام واري، ڳولهيون، صابوڙو، ڦاڪيرو، نورئي، ٽڙگڙنگ، ڪيوئي، سومر، هرچندرو، نڇاهو چناهو اٽنگ، پوچڻ جو چنڙو، گهٽڙاهو سرگولو، عثمان واري کوهي، منڊروئي، هرڻ هار، ورياهو، ويچاهو پوچار، سنتراهو بچل وارو، ڪوٽ جبو، پيندو، ٽڙجهم، لکي وارو، برگلو، ڪبڙيرو، راملو، گجاهو، خان وارو، راڪيو، مهمراهو باگراهو هماهه، ٻيناهو، ڏٽي نار، راوت وارو، جنتاهو، مرڪائو، سوباراهو اڪن وارو، ڪاراڙو، ٽڙ ڪنيارو، ٽڙ ميهوئي، تاج محمد ملو، صادق خان مهراڻي ۽ گلاب پنهيرو.

**جبو ڪوٽ**: اڇڙي ٿر ۾ قائم هڪ قديم ڪوٽ ضلعي خيرپورميرس ۾ نارا تعلقي جي ديهه جُبي ۾ واقع آهي. هن ڪوٽ جي آسپاس وڏيون وڏيون پٽون ڪرڪٽي بيٺيون آهن. جبو ڪوٽ جي پرسان ڊرينهه جو سلسلو به گذري ٿو موجوده وقت جبو ڪوٽ هڪ مٽيءَ جي ڍير جي صورت ۾ گهاٽن ڪجين جي وچ ۾ ڪرڙن ڪانڊيرن ۾ آهي. جبو ڪوٽ جو اهو ملبو زمين کان اٽڪل 30 فٽ بلند آهي. ان جي اتر پاسي تي پاٽيءَ جي ڊنڊ آهي، جنهن کي تاريخا 'ڪوٽ واري ڊنڊ' سڏين ٿا. ڪوٽ جي اوپر ۾ هڪ وڏي واريءَ جي پٽ به آهي. اوڀر پاسي کان ٿوري پنڌ تي هندستان جي سرحدي لائين گذري ٿي. ڪوٽ جي معائني مان ائين محسوس ٿئي ٿو ته جڻ ڪوٽ اوڏڪي مٽيءَ جو جوڙيل هو پر مڪاني ماڻهن جي چوڻ مطابق جبو ڪوٽ ڪچين سرن سان اڏيل هو پر ڪن روايتن موجب ڪوٽ جي اڏاوت ۾ پڪيون سرون به وڏي تعداد ۾ استعمال ٿيل هيون، جيڪي پوءِ آسپاس جا ماڻهو ڪڍي ويا.

جُبي ڪوٽ کي جنوئي ٽڙ، منڙائو ٽڙ، چٽڙوهي ٽڙ ۽ پسائو ٽڙ ويجهو پون ٿا، جن تي مختلف ذاتيون رهن ٿيون. جبو ڪوٽ وٽ جانوري ذات جا ماڻهو چڱي تعداد ۾ رهن ٿا. چيو وڃي ٿو ته ميرن پنهنجي صاحبيءَ ۾ ڪيترائي پنهنجا جنگجو قبيلا وٺي اچي اجڙيل ٽڙ ۾ قائم ڪوٽن ۾ رهايا هئا، پر وقت گذرڻ سان اهي قبيلا اتي مستقل طور رهي نه سگهيا. جلد ئي واپس پنهنجي اباڻن ڪکن ڏي هليا ويا. جبي ڪوٽ جي آسپاس، هاڻي جبي ديهه اندر، بلوچ ذاتين مان رڳو جانوري ئي وڃي بچيا آهن. ان ڪري اجڙي ٽڙ جي هڪ چوڻي آهي: ”جانوري، ڪوڙي (ڪوٽ) واري خانن مان، يا جبي (ڪوٽ) واري جوانن مان“. هي هڪ ننڍڙو مڪمل چوڪور ڪوٽ آهي، ان جو هر هڪ پاسو اٽڪل 102 فٽ ڊگهو آهي. ڪوٽ جي چوڦير ديوار جي سراسري ويڪر 15 فٽ آهي. جيئن ته ڪوٽ هاڻي هڪ ملبي جي شڪل اختيار ڪري چڪو آهي، تنهن هوندي به ان ڍير ۾ دفن ٿيل ڪوٽ جون ديوارون ڪافي ڪشاديون ٿيون لڳن، ان مان اهو اندازو ڪري سگهجي ٿو ته ڪوٽ کي



جبو ڪوٽ (اجڙو ٽڙ)

ديوار سان گڏ هڪ تمام ٿلهي ۽ مضبوط غلام گردش به ڏنل هئي. جنهن ڪري ڪوٽ جي ٻاهرين ديوار وٽ مٽيءَ جو ايڏو وڏو مقدار ملي ٿو ڪوٽ جي ويڪري غلام گردش کي ٻاهران ۽ اندران سرن جا پشتا ڏنل، ان جي وچ ۾ ڪچي مٽيءَ جو ڀراءُ ڪيو ويو آهي.

**برج:** جوڌپور ۽ جيسلمير جي سرحد پرسان، اڏيل هن ڪوٽ جي حفاظت لاءِ چار شاهي برج ان جي چئن ڪنڊن تي ٺاهيا ويا هئا. جنهنڪري اڄ ڪوٽ جي چئني ڪنڊن وٽ مٽيءَ جو تمام گهڻو ڀراءُ ملي ٿو. جڻ اتي مٽيءَ جا ڀهاڙ پيا آهن. موجوده وقت به اتي مٽيءَ جي ڍير جي بلندي زمين جي سطح کان 50 فوٽ اوچي آهي. برجن جو قطر 30 فٽ ٻيهي ٿو. مطلب ته جبو ڪوٽ مضبوطيءَ جي لحاظ کان اجڙي ٽڙ جو هڪ مثالي ڪوٽ آهي. حالانڪ ايراضي ۽ رهائشي سهولتن جي لحاظ کان تمام ننڍو آهي.

**مارا:** ڪوٽ جي حفاظت لاءِ ٻاهرين ديوار ۽ برجن ۾ مارا پڻ ٺاهيا ويا هئا، پر موجوده وقت ڪوٽ جي اولهه ديوار ۾ رڳو هڪ مارو ڪجهه قدر صحيح حالت ۾ نظر اچي ٿو ان ماري جي سائز 4x4.5 انچ آهي. ان مان بخوبي اندازو ڪري سگهجي ٿو ته ڪوٽ جا محافظ ڪوٽ اندران لڪي پنهنجي هٿيارن وسيلي سولائيءَ سان دشمن کي نشانو بڻائي سگهندا هئا.

**دروازو:** هڪ محتاط اندازي مطابق ڪوٽ کي صرف هڪڙو ئي دروازو هو. جنهن جي هاڻي سرزمين تي نشاندهي نٿي ڪري سگهجي.

**جُبير جي:** تعلقي دادوءَ جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: جبير جي، چانڊيا ڳوٺ، جت ڳوٺ، پير جو ڳوٺ، ڊلو ماڇي، سلطان چارڻ، لعل شاهه، صالح ٻريو، سليمان، سوني جا گهر، بابر جو ڳوٺ، بيگڻ جو ڳوٺ، حاجي هاشم جويي جا گهر، بلبر، جت شهداد، غلام محمد ٻبر، بچو چانڊيو، سجڻ ابڙو، مراد جوڻيجو، دلاور ماڇي، عارب سمون، خدابخش جوڻيجو، پنجابي ۽ مولوي جمال الدين (غلام محمد).

**ڄَٽ:** آريائي نسب نامي جي روايتن مطابق آرين جون سورج ونسي ۽ چندر ونسي شاخون، ٻن وڏن انساني گروهن جي نمائندگي ڪن ٿيون. چندر، جنهن کي سوم به چيو وڃي ٿو، ان جي اولاد جي شناخت لاءِ سنڌس هيٺي نالا استعمال ڪيا ويا آهن. يعني سنڌس اولاد کي چندر ونسي به ڪوٺيو ويو آهي ته سوم ونسي به. سوم ونسي جو مقامي سنڌي نعم البدل سمه يا سما آهي. چندرونسي/ سوم ونسي نسل مان اڳتي هلي ڪيترائي قبيلا ڦٽا. انهن مان يياتي جي پنجن پٽن، يدو، تروسو، انو، درهيو ۽ پرو جي اولاد مان پيدا ٿيل ڪيترين ئي شاخون 'جت' سڏيون ويون آهن. جت هڪ وڏو نسلي گروهه آهي، جيڪو جت، جاٽ، جدگال، زَط ۽ جپسي جي نالي سان به سڃاتو وڃي ٿو انهن چندر ونسي/ سوم ونسي جت قبيلن جو پهريون ذڪر شايد مهاڀارت ۾ ڪيو ويو آهي. جنهن ۾ جتن کي سنڌ جا رهاڪو ۽ ساموئنڊي ۽ درياهي پيشن سان وابسته ڄاڻايو ويو آهي. جتن ۽ ميدن جي پاڻ ۾ ڇڪرين جو ذڪر ڪندي ٻڌايو ويو آهي ته هڪ موقعي تي، انهن ٻنهي قبيلن، دريوڌن کي نياپو موڪلي پاڻ تي ڪو حاڪم مقرر ڪرڻ لاءِ درخواست ڪئي. جنهن تي دريوڌن پنهنجي ڀيڻ دهشلا کي مٿن حاڪم مقرر ڪيو جيڪا راجا جئدرٿ جي راڻي هئي [تاريخ سنڌ، مولوي نورمحمد نظاماڻي، (پنج ئي حصا گڏ) صفحو 41، مهراڻ اڪيڊمي، 2006ع]. ان قسم جي سمورن حوالن جي بنياد تي جت قبيلن جي اوائلي رهڻي ڪهڻي سنڌ جي تاريخي حدن ۾ ٿيندي نظر اچي ٿي. جتان اهي وچ ايشيا، وچ مشرق توڙي آفريڪا تائين ڦهلجي ويا. يورپ جا معروف 'جپسي' به اصل ۾ جت ئي آهن، جن سنڌ ۽ گجرات جي علائقن مان يورپ ڏانهن لڏپلاڻ ڪئي. قبل مسيح واري زماني ۾ ئي وچ ايشيا کان سنڌ ۾ آيل سيٿي قبيلا به اصل ۾ انهن ئي مٿين قبيلن مان ڦٽي نڪتل آهن، جن کي بعد ۾ جت چيو ويو سيٿي نسل تي تحقيق ڪندڙ اوائلي انگريز محقق انهن کي آريا نه ٿا سمجهن، پر بعد جي مورخن سيٿي نسل کي به آريا قرار ڏنو آهي، جن ۾ ڪرنل جيمس ٽاڊ نمايان آهي.

سنڌ جي حڪمران راءِ گهراڻي جو تعلق به جت قبيلي سان هو ان ڳالهه جو وڏي ۾ وڏو ثبوت چچ نامي ۾ موجود اهو حوالو آهي، جنهن ۾ راجا ڏاهر سنڌس ڀاءُ ڏهرسينه ٻاران، ماهين سان شادي ڪرڻ تي ڪيل اعتراض جو جواب ڏيندي هڪ خط ۾ لکي ٿو ته: ”جيتوڻيڪ ماهين کي اسان جي پيءُ ڏانهن نسبت آهي، پر هوءَ جتن جي ڌيءَ آهي . . .“ (*چچ نامو صفحو 83، سنڌي ادبي بورڊ، سال 1994ع*). هن حوالي مان خبر پوي ٿي ته راءِ گهراڻي جو آخري راجا سهاسي بي اولاد نه مئو هو بلڪ هن کي هڪ ڌيءَ به هئي. جنهن کي چچ پاليو. راجا ڏاهر جي نسبت جتن سان ڪري اهو ٻڌائي رهيو آهي ته راءِ گهراڻي جو تعلق جتن سان آهي.

هند جي نسلي روايتن ۾ راءِ گهراڻي کي ٻلهرا جت ڄاڻايو ويو آهي. اهو درست آهي ته جتن جي ٻلهرا ذات جو تعلق راءِ گهراڻي سان آهي، پر راءِ گهراڻي جا حڪمران بذات خود ٻلهرا نه هئا. راءِ گهراڻي سان تعلق رکندڙ ٻلهرا پوءِ پيدا ٿيل قبيلو آهي. (هن وقت به سنڌ ۾ ٻلهڙا ذات موجود آهي).

متي ڄاڻايو ويو آهي ته جت، چندر ونسي آهن. سنڌ جي وڏي علائقي ۾ انهن جون ٻئي شناختون برقرار رهيون. يعني اهي جت به هئا ته سما به هئا. انهن جتن سمن جي ڪري ئي سنڌ ۾ ٻڌ مذهب کي 'سمنيه' (شمني) ڪوٺيو ويو يعني سمن جو مذهب ۽ اهو سمنيه فرقو قديم دور ۾ جتن ئي عراق ۽ شام جي علائقي تائين پهچايو. دور جي فرق جي ڪري پيدا ٿيل لساني تبديلين توڙي سماجي ۽ سياسي تفريق جي ڪري اهڙيون روايتون آهستي آهستي متجڻ لڳيون ۽ پوءِ ڪن علائقن ۾ هڪڙو نالو ته ڪن ۾ وري ٻيو نالو مروج ٿي ويو ايتري قدر جو هڪڙن علائقن جي ماڻهن لاءِ ٻئي علائقي جي روايتن کي هڪدم قبولڻ به ممڪن نه رهيو آهي.

هن سلسلي ۾ اهي روايتون به دلچسپيءَ کان خالي ناهن، جن ۾ سمن، جتن ۽ سومرن جو تعلق سامي نسل سان ڄاڻايو ويو آهي. چندر ۽ ان جي اولاد جي رهڻي ڪهڻيءَ کان واقفيت رکندڙن لاءِ اها ڳالهه ڪافي دلچسپي رکي ٿي ته هندو روايتن ۾ چندر ۽ ان جي اولاد جو تعلق قديم بابل جي علائقي سان ٻڌايو وڃي ٿو، جيڪو عرب ۽ اسرائيلي روايتن مطابق سام بن نوح جو علائقو آهي. ان سلسلي ۾ گهري تحقيق کان پوءِ سمجهه ۾ ائين اچي ٿو ته ساڳيا نالا لساني تفاوت تحت بدلجي ويا آهن ۽ پوئين دور ۾ مذهبي تفريق پوڻ ڪري انهن روايتن جي وچ ۾ تطبيق ڏيڻ مشڪل ٿي وئي آهي، پر بهرحال گهرائيءَ سان مطالعو ڪرڻ تي سمجهه ۾ ائين اچي ٿو ته جنهن نسل کي هندي روايتن ۾ 'سم ونسي' ڪوٺيو ويو آهي، اسرائيلي ۽ عرب روايتن ان ئي نسل کي سامي نسل ڪري ڪوٺيو ويو آهي. اهڙين قديم روايتن ۾ جتي به سمن جو ذڪر آيو آهي، اتي جتن ۽ سومرن جو نالو به انهن سان گڏ ڪنيو ويو آهي.

'جت' بنيادي طور تي هڪ نسلي اصطلاح آهي. متي مهاڀارت واري حوالي سان جتن کي اوائلي طور درياهن ۽ سمنڊن سان لاڳاپيل پيشن سان منسلڪ قرار ڏئي سگهجي ٿو پر تاريخ واري دور ۾ جتن جي آبادي دنيا جي ڪنڊڪڙڇ ۾ مالوند حيثيت ۾ نظر اچي ٿي. خاص طور جتن ۽ اٺن جو ذڪر هڪ ٻئي سان لازم ملزوم آهي. جتن جي اها شناخت وچ ايشيا، وچ اوڀر ۽ سنڌ ۾ عام آهي. يعني جت قديم دور کان وٺي وڻج واپار ۽ باربرداريءَ جي پيشي سان لاڳاپيل رهيا آهن. واضح طور تي نظر اچي ٿو ته جتن جي قديم زماني کان ڪن مخصوص ڌنڌن سان تعلق سبب انهن علائقن ۾ 'جت' لفظ جو مفهوم به ڌنڌي جي معنيٰ اختيار ڪري ويو آهي. لهوئي سبب آهي جو موجوده بلوچستان جي علائقن ۾ جت/ جاٽ لفظ جو مفهوم "اٺن تي مال برداري ڪندڙ" ورتو ويندو آهي ۽ موجوده پنجاب جي علائقن ۾ جت/ جاٽ لفظ جو مفهوم "زمينداريءَ سان لاڳاپيل" هئڻ جي نشاندهي ڪندو آهي. ايتري قدر جو انهن علائقن ۾ ٻئي ڪنهن نسل جو ماڻهو اهو ڪم ڪندي نظر ايندو آهي ته ان کي به علائقائي رجحان مطابق "ڌنڌي سان لاڳاپيل هئڻ" جي معنيٰ ۾ جت ڪوٺيو ويندو آهي. بلوچستان جي علائقي جي ڪن بلوچ قبيلن کي به ان نسبت سان جت سمجهيو ويندو آهي. انگريزن جي دور جي گزيٽيئرن ۾ بلوچستان جي ڪجهه سماٽ ذاتين کي به رڳو ڌنڌي جي ڪري جت ڪوٺيو ويو آهي. ٻئي طرف ابسٽن پنهنجي مشهور ڪتاب 'Punjabs' Castes' ۾ ان سلسلي ۾ هڪ نهايت دلچسپ مثال پيش ڪندي لکي ٿو ته: "لفظ جت سان اها مشڪل ويتر وڌيو وڃي ٿي، جنهن جو مطلب (نسل کان هٽي) هاري ۽ جاٽڪي جو مطلب هاريو ڪندڙ آهي. زراعت جي سلسلي ۾ ڳالهائڻ دوران هڪ سيد زيلدار جو ذڪر هيئن ڪيو ويو ته "انور شاهه کان پڇو اهو اسان کان وڌيڪ چڱو جت آهي".

*[پنجاب کي ذاتين، ڊينزل ابسٽن، صفحو 216، فڪشن هائوس لاهور، 1998ع].*

هن سلسلي ۾ اهو ٻڌائڻ به مناسب ٿيندو ته جپسين جي جت هئڻ تي اڄ تائين ڪو به اعتراض سامهون نه آيو آهي. جپسي، جت لفظ جو ئي هڪ تلفظ آهي، پر يورپ ۾ ان جو مفهوم لاڏائو ماڻهو ورتو وڃي ٿو

عرب، جتن کي سنڌي ڄاڻن طور سڃاڻندا هئا ۽ انهن کي پنهنجي ٻوليءَ جي اچار مطابق 'زُط' سڏيندا هئا. 'ز' تي پيش' عربي ٻوليءَ جي خصوصيت آهي. يعني عرب، اڪثر سنڌيءَ جي اهڙن اسمن کي، جن جي پهرئين حرف تي زبر هجي، انهن کي پيش سان اچاريندا آهن. ساڳيءَ طرح اسان وٽ عربي ٻوليءَ جا جيڪي به اسم، لفظ جي پهرئين اکر تي پيش سان پڙهندا آهن، انهن کي زبر سان پڙهندا آهيون. جهڙوڪ سُليم کي سَليم، خُديجه کي خَديجه، سُڪينه کي سَڪينه، حُنيف کي حَنيف ڪري پڙهڻ وغيره.

اسلام کان اڳ به عرب علائقن ۾ جتن جي تاريخ رڪارڊ تي آهي. رسول الله ﷺ جي دور ۾ به ڪيترائي قبيلا لڏپلاڻ ڪري عراق ۽ سرزمين حجاز ۾ وڃي آباد ٿيا ۽ اتي جي آڳاٽن قبيلن سان جوڙ ڪري رهڻ لڳا. جڏهن ته ايران سان ٿيل جنگ سلاسل (زنجيرن واري جنگ) ۾ ايران پاران وڙهندڙ سپاهين جو هڪ وڏو تعداد سنڌي جتن تي مشتمل هو خلفاءِ راشدين جي دور ۾ اسان کي عربستان ۾ جت قبيلا پوريءَ طرح پنهنجو ڪردار ادا ڪندي نظر اچن ٿا. سنڌ ۾ اسلامي فوجن جي فتحيابيءَ کان پوءِ جت قبيلن وڏي پيماني تي عربستان ڏانهن لڏپلاڻ ڪئي. چون ٿا ته حضرت علي عليه السلام جي حڪم تي بصري جي بيت المال جي نگراني ڪندي چاليهن يا ٻي روايت موجب چار سؤ جٽن سان گڏ شهيد ٿيندڙ ابوسالم زُطيءَ جو تعلق به جت قبيلي سان هو عربستان ۾ رهندڙ جت قبيلن سان تعلق رکندڙ عالمن اتي وڏو نالو ڪڍيو جن مان امام ابوحنيفه به هڪ آهي.

تيرهين صدي عيسويءَ ڌاري مڪران جي علائقي ۾ مير جلال خان جي اڳواڻيءَ ۾ بلوچ قبيلن جي آمد ٿي، جتي ان وقت جتن جو 'هوت' نالي معروف قبيلو راڄ ڪري رهيو هو بلوچ تمام جلد جت قبيلن جي علائقن ۾ ڦهلجي ويا ۽ هڪ جنگجُو نسل طور مشهور ٿي ويا. سمن جي دور تائين اهي سبي ۽ ڪڇيءَ تائين بيٺڪون قائم ڪري ويهي رهيا. فطري طور تي جت قبيلا انهن کان مرعوب ٿي ويا. انهن پاڻ کي بلوچ سڏرائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر بلوچن جي عصبي قوت جي ڪري سندن علائقن ۾ اهي اڄ تائين پاڻ کي بلوچ نه مڃرائي سگهيا آهن. بلڪ بلوچ انهن کي 'جدگال، جت ۽ سنڌي'، چئي پاڻ کان الڳ اڪائي ليکيندا آهن. البت سمن جي دور ۾ جڏهن جت قبيلا لاڙ واري علائقي تائين پهتا ته انهن پاڻ کي 'بلوچ' سڏرايو سنڌ جا ماڻهو جتن جي نسلي سڃاڻ کان واقفيت رکندا هئا، پر نووارد 'بلوچ' نسل سان اڃا سندن اٿي ويٺي ڪانه ٿي هئي. جنهنڪري انهن نسل بجاءِ علائقائي پسمنظر ۾ جتن جي ان دعويٰ کي قبول ڪيو

**جت، امید علي**: هي تعلقي ٽنڊي محمد خان جي هڪ ديھ جو نالو آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڪرم خان جت، انور خان رند، رياض الحق مفتي ۽ عارب ڪپري.

**جت برف پئي تي جام** (ڪتاب): هي ڪتاب نامور سياح الطاف شيخ جو يورپ جو سفرنامو آهي، جنهن ۾ ليکڪ يورپ جي ماڻهن مڪانن، رهڻي ڪهڻي، ريتن رسمن ڪي مختلف موضوعن جي شڪل ۾ چٽيو آهي، الطاف شيخ هن ڪتاب ۾ پڙهندڙن کي مختصر جائزو وٺي يورپ گهمائي ٿو ۽ الطاف شيخ جڏهن پرڏيهہ تي لکندو آهي تہ هو ڪيترين جاين کي پنهنجي ملڪ سان ڀيٽيندو آهي. 170 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 80 روپيا آهي. ڪتاب جو مهاڳ انور پيرزادي لکيو آهي. هي ڪتاب نيو فيلڊس پبليڪيشن، حيدرآباد ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.




**جت جر وهي ٿو جال** (ڪتاب): ملائيشيا جي هن سفرنامي جو ليکڪ جڳ مشهور سياح ۽ ليکڪ الطاف شيخ آهي، ڪتاب ۾ ڪوالالمپور، پنيانگ سميت اهم شهرن جو تفصيلي ذڪر ٿيل آهي. ڪتاب کي 14 مختلف موضوعن ۾ ورهائي لکيو ويو آهي، ان سان گڏ رنگين تصويرون پڻ شامل آهن، جيڪي ملائيشيا جي خوبصورتيءَ جو ثبوت ڏيندڙ آهن. ڪتاب بابت مهاڳ عبدالقادر جوڻيجي لکيو آهي. الطاف شيخ خود بہ نئين وڏايل ڇاپي بابت ڪجھ لفظ لکيا آهن. ڪتاب جي ٽائيٽل تي خوبصورت گهڻ ماڙ عمارت ۽ ٽاور جي تصوير ڏنل آهي، پڪي جلد سان ڊيمي سائيز جو هي ڪتاب روشني پبليڪيشن ڪنڊياري سال 1999ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، هن ڪتاب ۾ 205 صفحا آهن ۽ قيمت 150 روپيا آهي.




**جت سنڌوءَ ۾ سمنڊ وهي ٿو** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ناليواري ليکڪ ۽ صحافي امر لغاريءَ جي سفري مشاهدي تي مشتمل آهي. هن ۾ سنڌ جي ڍنڍن، ڍورن، آبي گذر گاهن، وڏراهن، ريگستانن ۽ انهن ۾ وسندڙ مخلوق جو مشاهداتي مطالعو تصويرن سميت ڏنو ويو آهي، هن ڪتاب جو مهاڳ صحافي ۽ ڪالم نگار اسحاق مگرئي لکيو آهي. ليکڪ جا ٻہ اکر شامل آهن. ڪتاب ۾ ڏنل تصويرون ليکڪ جون ڪڍيل آهن ۽ ان ۾ موجود اسڪيچ اي. آر. آزاد ٺاهيا آهن. چار رنگي ٽائٽل سان ڊيمي سائيز جي 166 صفحن واري هن ڪتاب جي ٽائٽل ۽ بيڪ ٽائٽل تي جانورن، وڻن، ٻوٽن، بندرگاهن ۽ آبي جيوت جون رنگين تصويرون ڏنل آهن ۽ ڪتاب جي قيمت 120 رپيا آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 2003ع ۾، 'موهن جو دڙو' پبلشنگ ايجنسي، لاڙڪاڻي ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.




**جت، علي فقير**: علي بندر تي هاڙوڪي سم نالي جي موريءَ کان ٿورو اولھ طرف هڪ قبرستان آهي. جتي هڪ قبر علي فقير جت جي نالي سان موجود آهي، چون ٿا تہ جڏهن ان جاءِ تان درياھ جو وهڪرو اوج سان وهندو هو، تڏهن علي فقير پاڻ ئي ايندڙ ويندڙ واٽهڙن کي درياھ مان ٻيڙيءَ ذريعي پار اُڪاريندو هو، پر ڪڏهن بہ ڪنهن کان پتڻ ڪو نہ ورتائين، تنهنڪري ماڻهو سندس جيئري تہ عزت ڪندا هئا پر سندس مري وڃڻ کان پوءِ بہ سندس قبر تي گلن جون چادرون چاڙهيندا رهن ٿا.

**جتڪ**: 'جتڪ' بلوچي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي شڪست کاڌل، هارايل. هي بروهين جي زهري قبيلي مان آهن، جن کي 'بانزوزئي' پڻ چون ٿا. هنن جا خاص پاڙا: شاهوزئي، جلال زئي، احمداڻي، سومراڻي، زغماڻي، گزگي، هنراڻي، جاڙوئزي، جاگراڻي، عالياڻي، سيدزئي، سمالاڻي، خميساڻي، مريدزئي، سنيڪاڻي، ڪلوئي، دشت گاڻي، دريزئي، آرماڻي، عمراڻي ۽ جهانگيراڻي آهن.

**جتڪ بلوچ**: بلوچي قبيلو جيڪو بلوچستان جي مشڪ واري علائقي ۾ رهندڙ آهي. هنن جي سردار جو نالو (1900ع کان اڳ) سردار شهباز خان هو.

**جتکي** (Jatki: ٻولي): هيءَ ٻولي جتي، جَتو جات، ڪياني ۽ موسلي جي نالن سان سڏجي ٿي. هن ٻوليءَ جو لهجو مغربي پنجابي ٻوليءَ سان ملندڙ آهي ۽ سنڌي ٻوليءَ سان بہ گهڻو ملي ٿو. ضلعي جهنگ ۽ لائلپور (هاڻوڪي فيصل آباد) ۾ وڏي ڪئنال ڪالوني ٺهڻ ڪري ٻين هنڌن تان ڪيترا پنجابي بہ لڏي اچي ويٺا آهن، جنهنڪري گاڏر لهجو ٺهي پيو آهي، انهيءَ لهجي ۾ اڌ پنجابي آهي ۽ اڌ لهندا ڳالهائيندڙن جو. جن جو تعداد 48000 کان وڌيڪ آهي، اهو لهجو جيڪو هنن ٻن ضلعن ۾ ڳالهايو وڃي ٿو، ان کي 'جتکي' چون ٿا. جتکي ٻوليءَ جو لهجو، 'جدگالي' سان ملندڙ آهي، بلوچستان جي علائقي جعفر آباد جي تعلقي اوستا محمد جي ڪيترن ئي ڳوٺن ۾ جتي بروهين جي آبادي تمام گهٽي آهي، اهي سنڌي ٻوليءَ جي ڳالهائيندڙن جي اڪثريت سبب سنڌي ڳالهائين ٿا، پر سندن لهجو جدگاليءَ کان بہ بدليل آهي، جنهن کي ان جي نندي محاوري جي حيثيت ۾ جتکي چئجي ٿو. (وڌيڪ ڏسو: جدگال). بروهي يا بلوچ، 'جاٽ' هتان جي سماٽ قبيلن کي سڏين ٿا. جن شهرن ۾ بلوچ قبيلن جي گهڻائي آهي، جهڙوڪ: اوستو محمد ۽ خيرالدين يا سوئي (گنُس) وغيره. اهڙن شهرن جي سنڌي ٻوليءَ کي بہ اهي بلوچ عام طور 'جتکي' سڏين ٿا. بروهي آباديءَ وارن علائقن ۾ استعمال ٿيندڙ سنڌي ٻوليءَ ۾ بروهي زبان جا لفظ ۽ اثر نمايان آهن. جڏهن تہ بلوچي علائقن ۾ استعمال ٿيندڙ سنڌي ٻوليءَ ۾ بلوچيءَ جا لفظ ۽ ان جو اثر نمايان آهي. ڊاڪٽر بلوچ موجب بروهڪي ۽ بلوچي زبانون سنڌي ٻوليءَ جون پاڙيسري ٻوليون آهن ۽ صدين کان وٺي هر سال سياري ۾ بروهي ۽ بلوچ قبيلا سنڌ ۾ پورهئي خاطر اچي هڪ ٻئي سان لھ وچڙ ۾ رهيا آهن، جنهن سبب انهن ٻولين جا لفظ هڪ ٻئي جي ٻولين ۾ جذب ٿي ويا آهن. هو وڌيڪ چوي ٿو تہ انهيءَ امڪان کان انڪار نٿو ڪري سگهجي تہ قديم دؤر جي منڊا ۽ دراوڙي ٻولين توڙي موجوده دور جي پاڙيسري بروهڪي ٻوليءَ جا ڪي لفظ سنڌيءَ ۾ رائج ٿي چڪا آهن. جتکي محاوري ۾ بہ بروهي زبان جا ڪيترائي لفظ شامل ٿيا آهن. سبّي، ديري بگٽي ۽ ڪوهلو علائقن جي ميداني شهرن ۽ ڳوٺن ۾، جتي بلوچن جي اڪثريت آباد آهي، جتکي سنڌي ڳالهائي وڃي ٿي، جيڪا بلوچيءَ کان متاثر آهي. حرف ڙ ۽ ل ٻئي نہ صرف جدگالي ۽ فراڪي محاورن ۾ استعمال ٿين ٿا، پر لاسي، ڪوهستاني، جدگالي، ڪيتراڻي، ايتري قدر جو

ٿري معياري محاوري ۾ پڻ انهن جو استعمال ٿئي ٿو ان ڪانسواءِ جهلم، چناب جي وچ واري سنڌ ساگر دوآبي، مظفرآباد، شاهپور، جهلم جي سالٽ رينج ۾ به جتڪي ڳالهائي وڃي ٿي، جيڪا ديري اسماعيل خان، بنو ۽ ميانواليءَ سان هڪجهڙائي رکي ٿي. هيءَ يوڪرائين ملڪ ۾ به ڳالهائي وڃي ٿي، جتي هن جا ٽي هزار کن ڳالهائيندڙ موجود آهن. پر افغانستان ۾ هن جا 25 خاندان جلال آباد ۾، 50 خاندان چارڪار ۾، ۽ 25 خاندان ڪابل ۾ رهن ٿا. هي ٻولي هند- يورپي، هند- ايراني، هند- آريائي ۽ لهندا ٻولين جي خاندان مان آهي. هيءَ پاڪستان جي ٻولي يدگالي/ جدگاليءَ ڪان ڪي قدر مختلف آهي. هن ٻوليءَ جا ڳالهائيندڙ گهڻو ڪري مسلمان آهن.

**جتڪي ٻولي (ڪتاب):** هيءَ ڪتاب 'جتڪي' ٻوليءَ تي لکيو ويو آهي، جنهن جو مصنف ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ آهي. هن ڪتاب ۾ جت قبيلي جي تاريخي پسمنظر، جتڪي ٻوليءَ جي گرامر ۽ ان جي مقامي محاورن، لهجن ۽ ڳالهه ٻولهه تي بحث ٿيل آهي. ڪتاب جي آخر ۾ جتڪي سنڌي لغت به شامل ڪئي وئي آهي. هي ڪتاب سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد پاران 2003ع ۾ شايع ڪيو ويو. پڪي جلد ۾ 150 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 50 روپيا آهي.




**جتڪي نٿ (زيور):** زيور جو هڪ قسم آهي، جيڪو گهڻو ڪري جتڻ وٽ استعمال ٿئي ٿو. دور تبديل ٿيڻ سان جيئن جديد زيورن جا نمونا ۽ ماڻهن جي پسند به تبديل ٿي وئي آهي. بهرحال قديم زيورن جي اهميت اڄ به برقرار آهي. جتڪي نٿ جو ڳڻ وڏي اهميت رکي ٿو. سونارا اهو ڳڻ وڏي ڏاهپ سان ناهيندا آهن. پترو ناهي اندران پتري ۾ ڄَو يا سرمو وجهي، پوءِ وڏي هنر سان پتري مٿان اڳڙي رکي، ڏڪ اڳڙي تي هڻندا ويندا آهن. جيئن ڳڻ ۾ گهٻ نه پوي ۽ ڳڻ سهڻو ٿيهي، جت به سڄي نٿ ڪان وڌيڪ توجهه ڳڻ تي ڏيندا آهن. جيئن ته جتڪي نٿ جو ڳڻ ٿلهو ٿيندو آهي. انهيءَ ڪري جت عورتون نڪ به وڏو ٽوپائينديون آهن. نڪ ڪي وڏي ڪرڻ لاءِ جتڻيون نڪ ۾ پهرين سڳو، پوءِ اڪ جي سنهي ڪاني، پوءِ نمبروار سُپ جي ڪاني (سرجي ڪاني) وجهنديون آهن. ائين ڪرڻ سان سندن جو نڪ جو سوراخ وڏو ٿيندو آهي ۽ شادي وقت جتڪي نٿ جو ڳڻ آسانيءَ سان نڪ ۾ پئجي ويندو

**جت محمود مريد:** محمود مريد ولد جڙيل خان زهراڻي جت، ڳوٺ ڏنو واهڻ تعلقي ڏوڪري ضلعي لاڙڪاڻي جو ويٺل هو حاجي الله بخش مگڻ جي صحبت ۾ رهندو هو شاهه عبداللطيف جي ميلي ۽ ٻين موقعن تي سگهڙن جي ڪچهرين ۾ شريڪ ٿيو 1967ع ۾ وفات ڪيائين. ڏوڪريءَ جي سگهڙن جي ڪچهري جي اڳواڻي ڪندو هو ۽ ڪيترائي سگهڙ سندس شاگرد ٿيا. جن مان فقير محمد ملوڪ عباسي، موڙڻ جوڻيجو وغيره مشهور آهن. سندس هڪ شعر نموني طور ڏجي ٿو:

زلف زورآور زيب زنجيران پاڙر پوڙ پونگ،
ادگر اهو عين عجيبان نرگس نين نسنگ

**جتن جي تاريخ (ڪتاب):** هيءَ ڪتاب مصنف غلام رسول ميرجت (ايڊووڪيٽ) جو لکيل آهي. جنهن ۾ ڪُل 9 باب آهن. ڪتاب جي پهرئين باب ۾ جتن جي قدامت، جتن جو حسب نسب ۽ سندن اصل ماڳ مڪان، جتن ۽ بلوچن جو شجرو بيان ٿيل آهي. ٻئي باب ۾ اسلامي دور جتن جا علائقا، سلطان محمود غزنوي ۽ جت، شاهه عنايت صوفيءَ جي شهادت ۽ حمل جت، جتن جا قبا، نارا لڙ جي جنگ، ڀٽاري واري جنگ ۽ ٻيا مضمون شامل آهن ان ڪان سواءِ ٻين بابن ۾، ڪڇ ۽ گجرات ۾ جتن جون رياستون، جتن جا وسايل ماڳ مڪان ۽ جتڪي ٻوليءَ جهڙا مضمون شامل آهن. هي ڪتاب 272 صفحن تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جي قيمت 90 روپيا آهي. هيءَ ڪتاب غلام رسول ميرجت، سردار پرنٽنگ پريس، حيدر چوڪ، حيدرآباد مان ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.



مصنف: غلام رسول ميرجت (ايڊووڪيٽ)

**جتڻ/ڏاٽڻ:** جتڻ ٻڪرين جي نسل جو هڪ قسم آهي، جيڪي اڪثر سنڌ ۾ جت قبيلي جا پاڳيا پالين ٿا. انهيءَ ڪري ان تي نالو 'جتڻ' پيو آهي، جيئن ته ٻڪرين جو هي نسل لڙ ۾ به ملي ٿو تنهنڪري 'ڏاٽڻ' به سڏجي ٿو ڏٽ، لڙ جو هڪ حصو آهي. هن نسل جو رنگ هرڻ جهڙو، ڳاڙهو ۽ ڪارو ٿئي ٿو هن نسل جون ٻڪريون قد بت ۾ وڏيون، ٽنگون وڏيون، اوهه وڏو، ڪن لڙيل، وچولا ڪارا اڇا يا ڳاڙها داغ ٿين ٿا. جڏهن ته نر ڪي ڪنڌ تي ڪارو چلو ٿئي ٿو.

**جت، ونهيون فقير سالاراڻي:** ونهيون فقير، شاهه لطيف جو پيارو فقير هو. هي اهو ئي فقير هو، جيڪو بيبي صاحب جي پلي ڪائڻ جي سڌ واري روايت موجب پلو وٺڻ ويو هو ۽ جڏهن شاهه صاحب ڪيس سهڪندو ڏٺو ته مرڳو اولاد تان ئي ارواح ڪڍي ويس. ٻئي طرف اها به روايت آهي ته شاهه صاحب جي 'موتي' ۽ 'گردگان' يا 'ڪينهون' نالي ٻن ڪتن کي سنڀاليندو هو اهي نندڙا گلر هئا جي شاهه صاحب ڪتي ڏنا هئا. بڪ پئي مُئا، سو ٻنهي کي ڪٺي آيو ۽ ونهيون فقير انهن جو خاص خدمتگار هو.

**جتوئي[1]:** جتوئي قبيلي جي حسبي ۽ نسلي سلسلي بابت ڪافي روايتون ملن ٿيون، جن مان ڪجهه هن طرح آهن:

جتوئي، مير جتوئيءَ جو اولاد آهن، سندن ڏاڏو (نانو) مير جلال خان بلوچ هو مير جلال خان بلوچ کي ڇهه پٽ ۽ هڪ ڌيءَ 'جتو' هئي. جتو جو مڙس اولاد جمڻ کان اڳ وفات ڪري ويو هو جنهن جي افسوس ۾ مائي 'جتو' پاڻ پٽر (تڏو) ڪيو هو چند مهينن بعد هن کي هڪ پٽ ڄائو جنهن جو هن پنهنجي نالي جي نسبت سان 'جتوئي' نالو رکيو. جنهن کي 'مير جتوئي' چيو ويو

ڪتاب 'قديم سنڌ ۽ ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو' ۾ مرزا قليچ بيگ لکيو آهي ته نوس بن هربن جي هڪ پٽ جو نالو مير مراد خان هو جنهن کي پهرين زال مان اولاد ڪونه هو اولاد خاطر هن پنهنجي سوٽ جتوءَ سان نڪاح ڪيو هن کي پٽ ڄائو جنهن جو اولاد 'جتوئي' آهن. ايس. صادق علي پڻ هن راءِ سان متفق آهي.

هڪ روايت موجب جتوئي، جت آهن. مير چاڪر خان جو جنگي سامان کڻندا هئا ۽ بيرق بردار هئا. فرمانبرداري، ايمانداري، وفاداري ۽ شجاعت سبب

مير چاڪر خان. جتوئين کي پنهنجي جهنڊي هيٺان آڻي بلوچ قوم ۾ شامل ڪيو. ان ڏينهن کان پوءِ جتوئي جتن بجاءِ 'جتوئي' سڏجن ٿا.

ڪتاب 'بلوچ اور بلوچستان' (ص 130) موجب، 'جتوئي' ساڌڪ زئي قبيلي جو پاڙو آهي. جتوئي قبيلي جو اصل وطن ڪڇيءَ ۾ پنر جتوئي رياست هئي. زماني جي لاهن چاڙهن سبب اتان هجرت ڪري پنجاب جي سرائي پٽيءَ کان ٿيندا ٻکر کان سنڌ ۾ داخل ٿيا. سرائي پٽيءَ ۾ رهڻ ڪري هنن سرائڪي زبان اختيار ڪئي، جنهنڪري اڄ ڏينهن تائين بلوچيءَ جي بجاءِ سرائڪي ڳالهائين ٿا. ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جو هنن سان ڏنو جنهن سبب کين جاگيرون عطا ڪيون ويون. 1857ع ۾ سردار امام بخش خان جتوئيءَ کي نوشهري ۽ دادوءَ جي علائقن ۾ انگريزن جاگير ڏني. جنهن بعد فتح خان جتوئي شڪارپور وارو، جتوئي قبيلي جو سردار مقرر ٿيو.

هنن لاءِ بي روايت هيءَ به آهي ته سترهين صدي عيسويءَ ۾ سکر سرڪار جي پرڳڻن مان هڪ پرڳڻو 'جتوئي پرڳڻو' مشهور هو. هن پرڳڻي ۾ جتوئي، بڙدي، ڪورائي قبيلا آباد هئا، جيڪي سيئي بلوچ نسل جا هئا. شاهه بيگ ارغون سنڌ تي ڪاهه وقت سنڌن هائيتاليهه ڳوٺ تباهه ڪري ڇڏيا هئا.

هڪ صدي اڳ سنڌ ۾ جتوئين جو سردار فتح خان جتوئي هو جيڪو تعلقي شڪارپور جي ڳوٺ نيپئر آباد ۾ رهندو هو. جتوئين جا پاڙا هي آهن: جتوئي، عارباڻي، ٻلا، ٻداڻي، بارگاڻي، برهماڻي، پرچڙي، ڏياڻي، جانب، گاڏهي، گشڪوري، هاليلاڻي، هيسباڻي، نڙت، حسناڻي، ڪوش، ڪيرا، خشڪ، ڪروس، ڪرسي، ڪودا، مزاراڻي، نوچاڻي، نوتڪاڻي، اتيرا، شاهداڻي ۽ شر. ڪن روايتن موجب سُندراڻي، حاجيجا ۽ زنگيجا به جتوئين جا پاڙا آهن.

جتوئي قبيلي مان سياسي ميدان تي مرحوم غلام رسول خان جتوئي، رئيس غلام مصطفيٰ خان، عبدالحميد خان، لياقت علي جتوئي، ابراهيم جتوئي سميت ڪيترين ئي شخصيتن کي شهرت حاصل رهي آهي.

**جتوئي[2]**: تعلقي خان پور جي هڪ ديهه جو نالو آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ضياءُ الدين جتوئي، شير علي جتوئي، گل حسن جتوئي، سردار حسن خان (ڪرڙ)، نظير حسين جتوئي، واحد بخش پهوڙ ۽ گل حسن جتوئي.

**جتوئي[3]**: تعلقي سيوهڻ جي هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾: پورل جتوئي ۽ مصري جتوئي ڳوٺ شامل آهن.

**جتوئي[4]**: قنبر- شهدادڪوٽ ضلعي جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

گل بيگ جتوئي، غلام علي جتوئي، پميو جتوئي، ۽ جهنڊل شاهه.

**جتوئي، آڊو خان**: ميان نور محمد ڪلهوڙي جي خاص مصاحبن مان هو ان دور ۾ خاص عهدن تي رهيو ۽ محراب خان جو مائٽ هو آڊو هن سان گڏ وڙهندي چالڪ جي جنگ ۾ مارجي ويو سندس وڌيڪ احوال نه ٿو ملي. آڊي خان جو مقبرو نوابشاهه (هاڻي بينظيرآباد) ۾ آهي.

**جتوئي، آصف مصطفيٰ**: آصف مصطفيٰ جتوئي، اڳوڻي نگران وزيراعظم غلام مصطفيٰ خان جتوئي جو ڇهون نمبر فرزند آهي، 15 آڪٽوبر 1969ع ۾ ڄائو. سندس تعليم بي. اي ڪميونيڪيشن آهي، جيڪا ڪيليفورنيا، آمريڪا مان ڪيائين. آصف مصطفيٰ جتوئي 12 مارچ 2002ع کان 2009ع تائين سينيٽر رهيو ان عرصي ۾ علائقي جي ترقياتي ڪمن ۾ وڏي دلچسپي ورتائين. هن وقت هو ڪراچي ۾ رهائش پذير آهي. سندس بنيادي دلچسپي زراعت ۽ ڪاروبار ۾ آهي.

**جتوئي، ارشاد ساگر**: سجاول جو مشهور شاعر ارشاد ساگر، جهوڪ شريف لڳ تعلقي ميرپور بٺوري ضلعي ٺٽي ۾، پهرين اپريل 1950ع تي ڄائو سندس پورو نالو ارشاد احمد ولد محمد عارب جتوئي هو هن پرائمري تعليم سجاول جي بوائز پرائمري اسڪول مان، مئٽرڪ کان وٺي انٽر تائين تعليم سجاول جي هاءِ اسڪول ۽ ڪاليج مان حاصل ڪئي. هن شاعريءَ ۾ ابتدا ڪنهن واقعي کان متاثر ٿي 'ڪولهڻ' نظم لکڻ سان ڪئي. سندس چاچي ۽ نامياري شاعر محمد خان مجيديءَ کيس 'سوز' تخلص ڏنو پر اڳتي هلي ارشاد 'ساگر' تخلص اختيار ڪيو ۽ شاعريءَ جي دنيا ۾ 'ارشاد ساگر' طور مشهور ٿيو.



ارشاد ساگر شاگرديءَ واري دور ۾ سنڌي اسٽوڊنٽس ڪلچرل آرگنائيزيشن (S.S.C.O) ۾ پنهنجي ڀاءُ علي محمد جتوئيءَ سان گڏجي سرگرم ڪارڪن طور حصو ورتو بعد ۾ جڏهن پيپلز پارٽي سرگرم ٿي ۽ ٺٽي ۾ محمد خان سومري، اعجاز خواجه، اسماعيل سوهي، بابو غلام حسين، وزير ميمڻ ۽ ستار لوهار ضلعي جي زميندارن سان مهاڏو اٽڪايو پئي ته ڀيرو ارشاد ساگر به ساڻن اچي گڏيو هن پيپلز پارٽيءَ ۽ شهيد ذوالفقار ڀٽي جي محبت ۽ وفاداريءَ سبب ضيائي آمريت جا عذاب به سٺا ۽ 1983 جي ايم. آر. ڊي واري جدوجهد ۾ قيد به ڪاٽيو.

ارشاد ساگر سٺو مقرر ۽ بهترين مضمون نگار به هو ان ڪري ڪيترا پچن به لکيائين. هن جي شاعري بيتن، واين، نظمن، ته سٽن، چوسٽن، گيتن ۽ غزلن تي مشتمل آهي. سندس ڪلام يوسف سنڌيءَ 'سنڌي ادبي سنگت' پاران مئي 2010ع ۾ 'اسين مسافر' جي عنوان سان ڇپائي پڌرو ڪيو. ارشاد ساگر لا اُبالي ۽ قلندرا نه شخصيت جو مالڪ هو صاف گو ۽ سٺو سادو، روشن خيال، وطن دوست ۽ يار ويس انسان هو نامور صحافي فقير محمد لاشاري ۽ پيپلز پارٽيءَ جو اڳواڻ ڊاڪٽر اسماعيل اڍيجو جڏهن ڪار حادثي ۾ گذاري ويا ۽ غلام قادر پليجو ۽ جڳديش ملاڻي شديد زخمي ٿيا هئا ته کين راولپنڊيءَ ۽ اسلام آباد جي اسپتالن ۾ ڪٽائي وجهڻ وارن ۾ ارشاد ساگر به شامل هو. فقير محمد لاشاري ۽ اسماعيل اُڍيجي جي وڇوڙي کيس جهوري وڌو. ان واقعي کان سٽت ئي پوءِ 24 فيبروري 1998ع ۾ دل جي دوري سبب وفات ڪري ويو.

**جتوئي، اظهر**: سنڌ هاري ڪميٽيءَ جو هاڻوڪو صدر، ڪامريڊ اظهر ولد مظهر علي جتوئي، 18 فيبروري 1960ع تي حيدرآباد ۾ ڄائو هو ٻرڪ سياسي ۽ قومي اڳواڻ ۽ سنڌ هاري ڪميٽيءَ جي روح روان ڪامريڊ حيدربخش جتوئيءَ جو پوٽو آهي. اظهر جتوئيءَ شروعاتي تعليم ماڊل اسڪول حيدرآباد مان حاصل ڪئي. هن مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول حيدرآباد مان پاس ڪئي ۽ سچل سرمست آرٽس ۽ ڪامرس



ڪاليج حيدرآباد مان انٽر ۽ بي. اي ڪئي.

ڪامريڊ اظهر جتوئي پنهنجي ڏاڏي ۽ والد جي نقش قدم تي هلندي، هارين جي حقن واري جدوجهد ۾ 1982ع کان پير پاتو. سماجي ۽ قومي خدمت جو جذبو رکندڙ اظهر جتوئي، 2008ع وارين چونڊن ۾ سنڌ اسيمبليءَ جي صوبائي سيٽ لاءِ ڏوڪري، ضلعي لاڙڪاڻي جي تڪ تان چونڊ ۾ وڙهيو هو، پر ڪامياب نه ٿي سگهيو. اظهر جتوئي، آگسٽ 1998ع کان سنڌ هاري ڪميٽيءَ جو صدر آهي. مختلف وقتن تي ڪالم به لکندو رهي ٿو. هن ڪتاب 'باباءِ سنڌ- حيدر بخش جتوئي' ترتيب ڏيئي ڇپايو آهي.

**جتوئيءَ جو مقبرو**: هي مقبرو ميان نورمحمد ڪلهوڙي جي قبرستان، ڳوٺ ۽ ديهه ميان نورمحمد تعلقي دولتپور ضلعي نواب شاهه (هاڻوڪي بينظيرآباد) ۾ موجود آهي. هن جي ڏکڻ ۾ اٽڪل هڪ ڪلوميٽر پنڌ تي نم جو ڳوٺ، هن جي اوير ۾ هڪ ڪلوميٽر پنڌ تي لنڊڪي ڪئنال وهي ٿو. جڏهن ته مقيم ڏاهريءَ جو ڳوٺ اٽڪل 2 ڪلوميٽر اولهه ۾ ۽ مورو شهر 16 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي آهي. هي ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ ۾ "50 '32 °26 ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ ۾ "8 '4 °68 ڊگرين تي موجود آهي. هن جي اڏاوت ۾ پڪيون سرون، گل گارو ۽ گج ، استعمال ٿيل آهي. هي مقبرو چوڪنڊي نموني تي رٿيل آهي.



ڊيگهه ۾ 6.20 ميٽر، ويڪر ۾ 6.20 ۽ اوچائي 7 ميٽر آهي. مقبري جو لنگهه اولهه ۽ اوير پاسي وارين پٽين ۾ خوبصورت درن وسيلي آهي، مگر اڀرندي وارو لنگهه بعد ۾ بند ڪيل ٿو ڏسجي. اندران توڙي ٻاهران ڪوبه پلسترٿيل نه آهي. چوڌاري بيڙ- ٻني تي ڪنگرا ٺهيل آهن. چئن ڪنڊن واريون برجيون ڊٺل آهن. انڪنڊي ڳچ تي اڌ گول وانگر گنبذ ٺهيل آهي، جنهن جي مٿان ڪنول گل اونڌو ٿيل ۽ ان جي مٿان ڪلس ٺهيل آهي. گنبذ ۽ ڳچ تي چن جو پلسترٿيل آهي. گنبذ جو نمونو آدم خان جي مقبري وانگر آهي، جيڪو دهليءَ ۾ 1561ع ۾ جوڙايو ويو هو چوڪنڊي نموني جا جارا ٺهيل آهن، سرون اگهاڙيون آهن. انهن تي پلستر ٿيل نه آهي. موجوده وقت ۾ مقبرو سٺي حالت ۾ آهي، جو محڪمه آثار قديمه وارا ان جي سنڀال ڪن ٿا. اوير طرف ڪجهه مرمت جي ضرورت آهي، مقبرو هوڻ ۽ جهاڙين سان ڍڪجي ويو آهي.

**جتوئي چاچڙ**: لاڙڪاڻي جي هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سونو جتوئي، حسن چاچڙ عرف جمعو چاچڙ، جمعو شيخ، صفر جتوئي، ڪريم داد جتوئي، ماهي پٽو، مورو خان ٻرڙي، الهرکيو سولنگي ۽ فيصل جتوئي.

**جتوئي، حيدر بخش، ڪامريڊ**: ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، 7 آڪٽوبر 1901ع تي ڳوٺ 'بکو ديرو' تعلقي ڏوڪريءَ ۾ جنم ورتو. سندس والد جو نالو فقير الهداد جتوئي هو حيدر بخش جتوئي ابتدائي تعليم پنهنجي ويجهي ڳوٺ پناهه تعلقي ڏوڪريءَ مان 1911ع ڌاري ورتي. جتان هن سنڌي ست درجا پڙهي فائنل جو امتحان سڄي سنڌ ۾ پهرئين نمبر سان 31 آڪٽوبر 1918ع تي پاس ڪيو لاڙڪاڻي جي مدرسة الاسلام مان مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيائين. 1927ع ۾ ڊي. جي سنڌ ڪاليج ۾ داخل ٿيو ۽ بي. اي (آنرس) جو امتحان سٺن نمبرن ۾ پاس ڪيائين. ان کان پوءِ عملي دنيا ۾ پير رکيائين.



1931ع ۾ هيءُ بدين جو مختيارڪار ٿيو نوڪريءَ دوران هي ڊگهڙي، ڏوڪري، گهوٽڪي، بدين، ميهڙ ۽ جيڪب آباد ۾ رهيو. سن 1943ع کان 1944ع تائين اسپيشل رڪوري آفيسر ڪو آپريٽو سوسائٽيز هو. جتان ڪيس ڊپٽي ڪليڪٽر بڻايو ويو. 1944ع ۾ حرن خلاف قائم ٿيل اسپيشل ملٽري ڪورٽ ۾ جج مقرر ٿيو ۽ پنهنجي مقرريءَ واري عرصي دوران فقيري مزاج هئڻ ڪري، هن هڪ به حر مجاهد کي ڦاسيءَ جي سزا ڪا نه ڏني. آخرڪار عام ماڻهن سان ظلم ڏسي هن ڊپٽي ڪليڪٽريءَ جي عهدي تان استعيفا ڏئي ڇڏي. هن پنهنجي باقي بچيل حياتيءَ کي ملڪي ۽ قومي خدمت وارن ڪمن جي لاءِ وقف ڪري ڇڏيو. سندس شخصيت قرب، وفا، سچائي، محبت، نيڪي، خدا ترسي، همدردي، قول ۽ فعل جي پابنديءَ جهڙن اعليٰ گڻن سان سنواريل هئي. حيدر بخش جتوئي جيڪو ڪجهه چيو اها خالي لفاظي هرگز نه هئي، پر عملي طور هن اهو سڀ ڪري ڏيکاريو. نوجوانن جا ذهن آدرش سان سنوارڻ خاطر هن نوجوانن سان ملاقاتون ڪيون. فڪر انگيز ليڪچر ڏنا. هن اهوجهه ۽ ايانءَ هارين ۽ عام ماڻهن ۾ سجاڳي پيدا ڪئي. هن جي نرالي سڀاءَ واري شخصيت ۾ شاعراڻو مزاج منڍ کان فطري طور شامل رهيو. هو هڪ 'انقلابي' ۽ 'ترقي پسند' شاعر هو ۽ هڪ قومي، انقلابي ۽ سماجي تبديليءَ واري راهه جو پانڌيئڙو هو. هن جڏهن ادب جي دنيا ۾ پير پاتو ته اهو دؤر سنڌي شعر ۽ ادب جي دنيا ۾ گل ۽ خار، جام ۽ ساقي، ناز ۽ انداز، حسن ۽ عشق، وفا ۽ بيوفائيءَ جهڙن موضوعن سان ڀريل هو هن ان دؤر ۾ نواڻ ۽ جدت پسنديءَ جي چونڊ ڪئي. سندس شاعريءَ کي ٽن حصن: (1) ڌرتي ۽ ڌرتيءَ جي ماڻهن جي شاعري، (2) قومي ۽ انقلابي شاعري، (3) اصلاحي ۽ طنزيه شاعري ۾ ورهائي سگهجي ٿو هو پنهنجي شاعريءَ ۾ سنڌ جي محب وطن، جفاڪش ۽ محنتي هارين جي خوب ساراهه ڪري ٿو هو هڪ مرد مجاهد هو، سنڌ جو سچو عاشق هو هن جي قومي ۽ انقلابي شاعريءَ ۾:

(1) سلام سنڌ (1947ع)، (2) حيوان انسان (1947ع)، (3) جيئي سنڌ! جيئي سنڌ! جام محبت پيئي سنڌ (1947ع)، (4) بلوچستان زنده باد (طنزيه)

(1947ع)، (5). اي! منهنجي جيجل اي! سنڌ سونهاري (1947ع)، (6) پاڪستان زنده باد (1947ع)، (7) ائٽم بم (طنزيه) (1953ع)، (8) سنڌ پياري (1954ع)، (9) اي سنڌي وڏيرا ڪجھ انسان ٿي (1954ع) ۽ درياھ شاھ جهڙا لافاني نظم شامل آهن. هن جا طويل مخمس نظم 'آزاديءِ سنڌ' ۽ 'تحفه سنڌ' برصغير جي ورهاڱي کان اڳ ڪتابي صورت ۾ شايع ٿيا هئا ۽ مٿس ڪفر ۽ ملڪ دشمنيءَ جي پرچارڪرڻ جو الزام هڻي سندس هيءُ ڪتاب انگريز حڪومت ضبط ڪيا. سندس اهي طويل نظم سنڌي شاعريءَ ۾ طويل نظم جي تاريخ جو پهريون ۽ انوکو تجربو مڃيا وڃن ٿا. ڪيس ان ڳالھ ۾ پختو ايمان هو تہ جڏهن بہ سنڌ ۾ تبديلي رونما ٿيندي تہ ان جي واڳ نوجوانن جي هٿن ۾ هوندي. ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ جو تعلق سنڌ جي ڀهراڙيءَ واري علائقي سان هو. جتي هن پنهنجي هوش سنڀالڻ واري عمر کان وٺي اٻوجھ، مسڪين هارين، غريبن کي بيڪسي واري حالت ۾ جيئندي ڏٺو. هو شروع کان وٺي هارين مزدورن جو هڏ ڏوکي ٿي رهيو ۽ اهڙي وقت جي انتظار ۾ رهڻ لڳو، جنهن ۾ هو عملي طور تي انهن خاطر ڪجھ ڪري سگهي. سنڌ ۾ هاري ڪاميٽي جو پايو وجهندڙ مثالي ۽ جاکوڙي انسانن ۾ داداچيتمل پرسرام، شيخ عبدالمجيد سنڌي، جمشيد مهتا ۽ سائين جي. ايم. سيد شامل هئا. جن هاري ڪاميٽيءَ جو بنياد 1930ع ۾ وڌو هو. جنهن جو بنيادي مقصد غريب هارين جي حقن جي حفاظت ڪرڻ هو. جيڪي جاگيرداري ظلم جي جنڊ ۾ پيسجي رهيا هئا. ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ ڊپٽي ڪليڪٽري تان استعيفيٰ ڏيڻ بعد ٿوري ئي عرصي دوران سنڌ هاري ڪميٽيءَ جو باضابطہ پهريون جنرل سيڪريٽري بڻيو. پوءِ سنت ئي 1947ع ۾ رتيديري واري اجلاس ۾ ڪيس سنڌ هاري ڪميٽيءَ جو صدر چونڊيو ويو. جنهن عهدي تي آخري وقت تائين رهيو. هن هارين جي حقن لاءِ جيڪي قابل تحسين خدمتون سرانجام ڏنيون آهن، تن جو وچور ڪجھ هن ريت آهي:

(1) هن هفتيوار اخبار 'هاري حقدار' شروع ڪئي ۽ ان ۾ ايڊيٽر جي حيثيت سان هارين جي حقن جي لاءِ آواز اٿاريائين.

(2) سنڌ جي هرهڪ تعلقي ۽ ضلعي سطح تي سنڌ هاري ڪاميٽيءَ جون آفيسون قائم ڪيائين.

(3) ننڍين وڏن شهرن ۾ هاري ڪانفرنسون ۽ جلسا جلوس منعقد ڪرائي هارين ۾ جاڳرتا آندائين.

(4) سنڌ جا دورا ڪري هارين کي پنهنجن بنيادي حقن کان آگاهي ڏنائين.

(5) 1945ع کان 1947ع تائين اڌ بٽئيءَ جي تحريڪ شروع ڪري، ان کي ڪامياب ڪيائين.

(6) 1947ع ۾ حيدرآباد ۾ هارين جي حقن بابت اديبن، شاعرن ۽ محققن سان خيالن جي ڏي وٺ ڪري، هارين لاءِ آواز اٿاريائين ۽ انهن جا مطالبا مڃرايائين.

(7) 1951ع ڌاري صوبائي اسيمبليءَ اڳيان هزارين هارين جي اڳواڻيءَ ۾ ڌرڻو هڻي سنڌ ٽيننسي ايڪٽ پاس ڪرايائين.

8. 1958ع ۾ هارين جو هڪ وفد تيار ڪري ان وقت جي صدر اسڪندر مرزا سان ملاقات ڪري، هارين جي بنيادي مسئلن بابت آگاهي ڏنائين.

9. هارين جي حقن خاطر ڪيترا ئي مضمون ۽ مقالا لکيائين، اشتهار ۽ پمفليٽ شايع ڪرايائين.

ذڪر ڪيل خاص ڪارنامن جي ڪري هن مختصر عرصي دوران سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ هارين ڪانسواءِ عام ماڻهن ۾ بہ مقبوليت ماڻي ورتي. ان حد تائين جو ڪيس عزت احترام طور 'باباءِ سنڌ' جي لقب سان سڏيو ويو هن هاري تحريڪ کان سواءِ عملي طرح سياست ۾ حصو ورتو سن 1945ع واري اليڪشن ۾ لاڙڪاڻي مان بيٺو 1951ع ۾ قمبر- شهدادڪوٽ مان اليڪشن ۾ بيٺو. پر وڏيرڪي نظام مضبوط هئڻ سبب ڪامياب نہ ٿي سگهيو. ننڍين ضمني چونڊن لاءِ دادو، نوابشاھ ۽ سانگهڙ ۾ چونڊن ۾ بيٺو، پر مٿس ڪوڙا ڪيس داخل ٿيا ۽ سرڪار مٿس پابندي مڙهي ڇڏي. سنڌ ڌرتيءَ جي هن عظيم فرزند پنهنجي زندگي سماجي قومي، ادبي ۽ صحافتي ميدان ۾ ايمانداري ۽ آدرش سان گذاري، 3 مارچ 1970ع ۾ ڪيس جگر ۾ ڪينسر جو مرض ظاهر ٿيو پر پوءِ بہ اديبن، عالمن، شاعرن، نثر نويسن سان رهاڻيون ۽ ملاقاتون ڪري ڪين ڌرتيءَ جي مظلوم ماڻهن جي حقن لاءِ وڙهڻ جي تاڪيد ڪندو رهيو.

ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جي ڇپيل ڪتابن ۾: (1) تحفة سنڌ (شاعري-1930)، (2) آزاديءِ قوم (شاعري- 1943ع)، (3) سنڌ اسيمبلي اليڪشن پٽيشن (نثر، انگريزيءَ ۾: 1950ع)، (4) هاري ڪهاڻيون (نثر: 1950ع)، (5) بل تو اميند سنڌ ٽيننسي ائڪٽ (نثر، انگريزيءَ ۾: 1950ع)، (6) اپيل ٽُو سٽيزنس آف پاڪستان (نثر، انگريزيءَ ۾: 1951ع)، (7) هاري انقلاب (نثر: 1953ع)، (8) هاري گيت (1951ع)، (9) ڪمدار جا ڪارناما (ڊراما: 1953ع)، (10) ڊيموڪريسي اينڊ ڊڪٽيٽرشپ ان پاڪستان- چار حصا (نثر، انگريزيءَ ۾: 1955ع)، (11) ڊيموڪريسي اينڊ جسٽس آف چيف جسٽس (نثر، انگريزيءَ ۾: 1956ع)، (12) ان جسٽ لئنڊ اسيسمينٽ ريٽس (نثر، انگريزيءَ ۾: 1957ع)، (13) سنڌي لئنگئيج اسٽي ان ڪراچي آر ناٽ (انگريزي: 1957ع)، (14) لئنڊس ان سنڌ،هو شُڊ اون ديم؟ (انگريزي: 1957ع)، (15) ون يونٽ ۽ ڊيموڪريسي (انگريزي: 1962ع)، (16) ڊسپوزل آف اويڪيو پراپرٽي (انگريزي: 1957ع) شامل آهن. ان ڪانسواءِ هن قرآن مجيد جو موضوع وار انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيو، جيڪو بہ سندس شاهڪار ڪارنامو آهي.

سنڌ ڌرتيءَ جي هن عظيم اڳواڻ ۽ انساني درد رکندڙ انسان، 21 مئي 1970ع تي لاڏاڻو ڪيو.

**جتوئي، ڏڳاڻو**: ڏڳاڻو جتوئي، محراب خان جو مائٽ ڇيو وڃي ٿو. جيڪو ميان غلام شاھ جي دؤر جو نامور امير هو ۽ مختلف معرڪن ۾ حصو ورتو هئائين. ڏڳاڻو چالڪ جي جنگ ۾ محراب خان سان گڏ وڙهيو هو جنهن وقت ميان عبدالنبي اقتدار لاءِ آخري جنگ جي تياري ڪري رهيو هو ان وقت ڏڳاڻي خان تي خاص مهربان ٿيو ۽ ڪيس لاڪاڻ جي جاگير ڏنائين، جنهن جي آمدني ٽي چار لک روپيا هئي. هالاڻيءَ جي جنگ ۾ بہ ميان عبدالنبي جي لشڪر ۾ موجود رهيو. جڏهن جنگ جو نقشو تبديل ٿيو نہ ميدان ڇڏي ڀڄي ويو. جڏهن سنڌ تي ميرن جو راڄ قائم ٿيو، تڏهن تاجو ليکي ۽ ڏڳاڻو مير فتح علي خان وٽ اچي پيش پيا. مير صاحب ٻنهي کي ڳلي لاتو ۽ جاگيرون ڏنائين، سندس پونئير لاڪاڻ ۾ رهن ٿا.

**جتوئي، شير خان**: صوفي شاعر فقير شير خان جتوئي 1863ع ڌاري ڳوٺ عالي ڪبڙ تعلقي وارھ ۾ پيدا ٿيو. سندس والد جو نالو فقير سلطان خان جتوئي هو. هن ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ جي اسڪول مان حاصل

ڪئي، جوانيءَ ۾ پوليس ۾ ڀرتي ٿيو. ملازمت دوران درازن جي درگاهہ جو مريد ٿيو ۽ ملازمت ڇڏي فقيري اختيار ڪيائين. فقير شير خان حڪمت ۾ بہ سٺي ڄاڻ رکندڙ هو. شاعريءَ ۾ ’شائق‘ تخلص اختيار ڪيائين. سندس سمورو ڪلام صوفياڻي رنگ ۾ رچيل آهي. علي اڪبر ’اسير‘ قريشي ڪتاب ’لاڙڪاڻو تاريخ جي آئيني ۾‘ ۾ لکيو آهي تہ: سندس هٿ اکري بياض ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪٺي ڪيو هو، جنهن ۾ سنڌي ۽ سرائيڪيءَ جون 322 ڪافيون شامل آهن. ان کان سواءِ فقير شير علي جتوئيءَ جو هڪ ٻيو بياض بہ مليو آهي، جنهن ۾ 155 ڪافيون شامل آهن.

پاڻ 90 ورهين جي ڄمار ۾ سن 1373 هہ / 1953ع ۾ وفات ڪئي.

**جتوئي، عابد حسين:** عابد حسين ولد اعتبار خان جتوئيءَ جو جنم خانپور ضلعي شڪارپور ۾ ٿيو. هن اسلامڪ اسٽڊيز ۾ ايم. اي ڪئي آهي.



1997ع ڌاري ضلعي ڪائونسل شڪارپور جو ميمبر ۽ تعلقي چيئرمئن بہ رهيو. نيشنل پيپلز پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تان 2008ع جي چونڊن ۾ پي. ايس 12 (شڪارپور) تڪ تان ڪامياب ٿيو. ان کان اڳ 2002ع وارين چونڊن ۾ بہ ايم. پي. اي چونڊيو. پيشي جي لحاظ کان زميندار آهي، هن وقت چوپائي مال واري کاتي جو صوبائي وزير ۽ سنڌ اسيمبليءَ ۾ سنڌ اسيمبليءَ ۾ آبڪاري، ايريگيشن، ٽرانسپورٽ ۽ پبلڪ هيلٿ انجنيئرنگ بابت قائم ڪميٽيءَ جو ميمبر آهي. سندس ڀاءُ رئيس ابراهيم جتوئي بہ علائقي جو نامور سياستدان ۽ زميندار آهي (ڏسو: جتوئي، محمد ابراهيم).

**جتوئي، عارف مصطفيٰ:** عارف مصطفيٰ خان جتوئي، اڳوڻي نگران وزيراعظم رئيس غلام مصطفيٰ خان جتوئيءَ جو فرزند آهي. هو 11 جولاءِ 1966ع تي ڪراچيءَ ۾ پيدا ٿيو. آمريڪا ۾ تعليم حاصل ڪيائين. ايم. بي. اي (فنانس) ۽ انٽرنيشنل ڊولپمينٽ فنانس ۾ پي. ايڇ. ڊي ڪئي اٿائين. سندس خاص تجربو فنانس ۽ بئنڪنگ جي شعبن ۾ رهيو آهي. هو آمريڪا ۽ انگلنڊ ۾ انهن شعبن ۾ خدمتون سرانجام ڏئي چڪو آهي، هو سنڌي ۽



اردو زبان کانسواءِ انگريزي فرينچ ٻولي بہ ڄاڻي ٿو. عارف مصطفيٰ جتوئي پنهنجي سياسي سفر جي شروعات 1997ع جي چونڊن کان ڪئي. 2002ع جي عام چونڊن ۾ تعلقي موري واري اباڻي تڪ تان سنڌ اسيمبلي جو ميمبر ٿيو ۽ سنڌ ڪابينا ۾ زراعت ۽ خوراڪ جو وزير بڻيو. 2008ع ۾ ساڳئي تڪ پي. ايس 19 نوشهروفيروز تان نيشنل پيپلز پارٽي جي پليٽفارم تان سنڌ اسيمبلي جو ميمبر چونڊيو ويو. سنڌ ۾ مختلف ادارن جهڙوڪ: سنڌ سيڊ ڪارپوريشن، سنڌ پراونشل سِيڊ ڪائونسل، سنڌ انويسٽمينٽ بورڊ، ايشين ڊولپمينٽ بئنڪ ۽ سنڌ ايگريڪلچرل سپلائيز آرگنائيزيشن جو چيئرمئن رهيو آهي.

عارف مصطفيٰ جتوئي هن وقت سنڌ اسيمبليءَ جو متحرڪ ميمبر آهي. هن وقت هو صوبائي اسيمبلي جي ڪيترين ئي اسٽينڊنگ ڪاميٽين: پارلياماني معاملن، بورڊ آف روينيو انڊسٽريز منرل ڊولپمينٽ ۽ ڪامرس جو ميمبر آهي، ان کانسواءِ اسٽينڊنگ ڪاميٽي فار ايريگيشن اينڊ پاور جو چيئرمئن آهي. کيس سياست کانسواءِ اقتصاديات ۽ زراعت ۾ بہ خاص دلچسپي آهي. هن وقت ڪراچيءَ ۾ رهي ٿو.

**جتوئي، عبدالحميد خان:** سنڌ جي نامور سياستدان رئيس عبدالحميد جتوئيءَ جو جنم 1922ع ۾ ڀيٽي جتوئيءَ ڳوٺ تعلقي ميهڙ ضلعي دادوءَ ۾ ٿيو. هيءُ اعليٰ پايي جو سياستدان ۽ قومپرست اڳواڻ ٿي گذريو آهي. هن جو سائين جي ايم سيد سان ڪافي واسطو هو، زميندار گهراڻي سان تعلق هئڻ سبب ننڍي لاءِ کان راڄ ڀاڳ جي سنڀال ۽ سياسي تربيت هيٺ رهيو. هن پنهنجي سياسي زندگيءَ جي شروعات 1940ع ڌاري مسلم ليگ ۾ شموليت سان ڪئي ۽ ان جي پليٽ فارم تان مسلمانن



جي ڀلائيءَ جي ڪمن ۾ سرگرم رهيو. 1953ع ۾ هيءُ پهريون ڀيرو ٿيل ملڪي چونڊن ۾ سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. جڏهن 14 آڪٽوبر 1954ع تي پاڪستان جي سڀني صوبن کي ملائي ون يونٽ جوڙيو ويو تہ هي انهن ڄڻن اسيمبلي ميمبرن مان هڪ هو، جن ون يونٽ جي خلاف ووٽ ڪيو هو. ان ڪري سندس شمار سنڌ جي محب وطن سياستدانن ۾ ٿيندو آهي. عبدالحميد جتوئي ون يونٽ جي مخالفت ڪيائين ۽ ون يونٽ ختم ڪرائڻ لاءِ تمام گهڻيون ڪوششون ڪيائين. سندس ۽ سائين جي. ايم. سيد جي لڳاتار جدوجهد جي نتيجي ۾ ئي ون يونٽ ٽٽو ۽ صوبا پنهنجي اصلي صورت ۾ بحال ٿيا. رئيس عبدالمجيد جتوئي 1966ع ۾ پيپلزپارٽي جي بنياد وجهندڙن مان هڪ هو. 1970ع ۾ قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو، جنهن دوران ذوالفقار علي ڀٽي سان اصولي اختلافن تي اٿبٺت تي پيس ۽ اسيمبليءَ اندر ذوالفقار علي ڀٽي تي سخت تنقيد ڪئي هئائين، جنهن جي پاداش ۾ ذوالفقار علي ڀٽي جي حڪومت دوران جيل ۾ پڻ ويو. 1973ع ۾ هن شيخ مجيب الرحمان جي 6 نقاطي پروگرام جي اصولي حمايت ڪندي 1973ع واري آئين ۾ مخالفن مان هو. هن پنهنجي ذاتي توڙي سياسي زندگيءَ ۾ اصولن تي ڪڏهن بہ سوديبازي نہ ڪئي. هي شروع کان وٺي ڪالاباغ ڊيم جو سخت مخالف رهيو. 1988ع ۾ سائين جي. ايم. سيد سان گڏجي ’سنڌ قومي اتحاد‘ ٺاهڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيائين. ان جو پهريون چيئرمئن رهيو. جڏهن سائين جي. ايم. سيد سنڌ جي ڪيل سياسي دورو شروع ڪيو تہ هي واحد سياستدان هو، جنهن سائين جي. ايم. سيد جي پنهنجي ٽڏي تي ڀرپور آجيان ڪئي. تر ۾ فيصلن جي حوالي سان سندس مصنف مزاجي مشهور هئي، سنڌ لاءِ ڪيل سياسي خدمتون وسارڻ جوڳيون نہ آهن. 1998ع ۾ پنهنجي پٽ سينيٽر اعجاز علي خان جتوئيءَ جي وفات کانپوءِ سياست ڇڏي گوشہ نشيني اختيار ڪيائين. جنوري 2004ع ۾ حيدرآباد ۾ بڪين جي بيماريءَ سبب 82 ورهين جي ڄمار ۾ وفات ڪيائين.

**جتوئي، عبدالرحمٰن:** ناميارو ليکڪ ۽ ترجمي نگار عبدالرحمٰن ولد عبدالله جتوئي، 1 نومبر 1946ع تي ڳوٺ شير علي جتوئي، تعلقي خانپور ضلعي شڪارپور ۾ ڄائو. سندس تعليم ايم.اي، بي.ايڊ آهي. تعليم کاتي جو رٽائرڊ اسسٽنٽ پروفيسر آهي. هن تاريخ، سوانح نگاريءَ ۽ ٻاراڻي ادب تي چڱو خاصو ڪم ڪيو آهي. 'عظمت قرآن'، 'پاڪستان جو ٺهراءُ'، 'سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ'، 'فضائل تبليغ'، 'اخلاقي آکاڻيون'، 'عقلمند فقير' سميت 60 کان وڌيڪ ڪتاب ڇپيا اٿس. جن مان ڪي سندس طبعزاد ۽ ترجما ته ڪي ڪتاب ساٿي ليکڪن- ارباب علي 'عادل' چوهاڻ، عبدالجبار 'عبد'، گلزار احمد سومري ۽ 'وفا' منظور چوهاڻ سان گڏ ڇپيا آهي . کيس سنڌي ٻولي اختياريءَ پاران 1992ع ۾ اوارڊ ۽ انعام به ڏنو ويو.



**جتوئي، عبدالرحيم آزاد:** سنڌ جو مشهور استاد، اديب، شاعر، اڳواڻ ۽ صحافي عبدالرحيم آزاد جتوئي پهرين جنوري 1935ع ۾ تعلقي پني عاقل جي ڳوٺ دقر جتوئيءَ ۾ بختيار خان جي گهر ۾ پيدا ٿيو. ٻاروتڻ ۾ ئي پيءُ جي شفقت کان محروم ٿيو. سندس پالنا جفاڪش امڙ ڪئي. نوجوانيءَ ۾ پهرين جوڙ جي ملهه طور سڃاتو ويندڙ عبدالرحيم اڳتي هلي وقت جي ڏاڍن ماڻهن سان مهاڏو اٽڪايو. 1952ع ۾ شڪارپور ضلعي ۾ پرائمري ماستري مقرر ٿيو ۽ 1995ع تائين هن عظيم پيشي سان واڳيل رهي پاڻ مڃايائين. ان سان گڏ سنڌ جي محروم ۽ مظلوم استادن جو ترجمان ٿيو ۽ سندن حقن جو نگهبان ٿيو. پ ٽ الف سنڌ جي صدر جي حيثيت ۾ غريب ۽ بي ٻهچ پرائمري استادن جي حقن لاءِ هر محاذ تي ڪامورن ۽ وڏن ماڻهن سان ويڙهه ڪئي. سڄي عمر پ ٽ الف کي اربي چڙهايائين. عبدالرحيم 1981ع کان 1995ع تائين پ ٽ الف سنڌ جو صدر رهيو. هن سنڌ سان گڏ پوري پاڪستان جي استادن کي منظم ڪرڻ لاءِ رابطه ڪاميٽي جوڙي ۽ ان پليٽ فارم تان استادن جي حقن لاءِ شاندار ۽ ڀرپور تحريڪون هلايائين.



عبدالرحيم جتوئي استادن جي معاشي حقن جي جدوجهد سان گڏ استادن کي تعليمي شعور ڏيارڻ لاءِ به ڪوششون ورتيون. تعليمي ڪانفرنسون ۽ سيمينار ڪرائي استادن، تعليمي ماهرن، وزيرن ۽ ڪامورن کي گڏ ويهارايائين. 'سکو ۽ سيکاريو' جو نعرو هنيائين. عبدالرحيم آزاد جتوئي محب وطن ڪارڪن ۽ هاري اڳواڻ به هو. هو ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، ڪامريڊ رمضان شيخ، ڪامريڊ عبدالقادر انڍڙ، مولوي نذير حسين جتوئي ۽ هادي بخش مهر جو سچو ساٿي هو. سنڌ هاري ڪاميٽيءَ جو بي باڪ ورڪر هو. وڏيرن ۽ جاگيردارن خلاف سدائين سرگرم رهيو. وڏيرن کيس ڊي. پي. آر تحت قيد به ڪرايو. پر جيل جون صعوبتون کيس خاموش ڪري نه سگهيون. نوڪري تان رٽائر ٿيڻ کان پوءِ 1997ع جي عام چونڊن ۾ پني عاقل مان صوبائي اسيمبليءَ جي چونڊ به وڙهيو پر ڪامياب نه ٿي سگهيو.

سنڌي ادبي سنگت جو بنيادي ميمبر هو. سٺ واري ڏهاڪي ۾ ادبي سنگت جي پليٽ فارم تان پني عاقل ۾ ادبي ڪانفرنسون ۽ ڪل سنڌ مشاعرا ڪرايائين. شاعر ۽ نثرنگار به هو. آزاد تخلص ڪم آندائين. سندس قلمي ڪاوشون مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپجنديون رهيون. آخري عمر ۾ روزانه عوامي آواز جو پنوعاقل لاءِ تعلقي رپورٽر ٿي رهيو. هن پني عاقل ۾ 'مهراڻ اورينٽل ڪاليج' جو بنياد رکيو. مارچ 2007ع ۾ وفات ڪيائين. سندس خدمتن جي مڃتا طور سنڌ حڪومت پنوعاقل جي مين پرائمري اسڪول جو نالو عبدالرحيم آزاد جتوئي رکيو. عبدالرحيم آزاد جتوئيءَ جي مضمونن، سوانح حيات ۽ تقريرن تي مشتمل ڪتاب ڇپائي هيٺ آهي.

**جتوئي، عبدالغفار، ڊاڪٽر:** ڊاڪٽر عبدالغفار جتوئي پاڪستان ۾ اوپن هارٽ سرجريءَ جو باني ليکيو وڃي ٿو. دل جي سرجريءَ جو اسپيشلسٽ پروفيسر رهيو آهي. هو ضلعي نوشهروفيروز جي ڳوٺ نوان جتوئيءَ ۾ 28 جولاءِ 1937ع ۾ ڄائو. هي ملڪ جي نامور سياستدان ۽ اڳوڻي نگران وزيراعظم رئيس غلام مصطفيٰ جتوئيءَ جو ننڍو ڀاءُ آهي. پنهنجي ابتدائي تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ هن لياقت ڪاليج ڄامشوري مان ايم. بي. ايس. ايس پهرين پوزيشن سان پاس ڪيائين. جتان پوءِ سرجريءَ ۾ اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ انگلينڊ ويو. جتان هن رايل ڪاليج آف سرجنس مان 1967ع FRCC ڪئي ۽ 1973ع ۾ آمريڪين ڪاليج آف ڪارڊيالاجي مان FACC جو امتحان ڏنو. ان ڪانسواءِ هيوسٽن مان ڪارڊيو وسڪيولر سرجريءَ ۾ اسپيشلائيزيشن ڪيائين. ڊاڪٽر عبدالغفار جتوئي پرڏيهه کان واپسيءَ بعد ڪراچي جي ڪلفٽن روڊ تي هڪ شاندار ميڊيڪل اسپتال "مڊ ايسٽ ميڊيڪل سينٽر" جي نالي سان 1976ع ۾ قائم ڪئي، جنهن جو افتتاح ان وقت پاڪستان جي صدر چوڌري فضل الاهي صاحب ڪيو. هن اسپتال ۾ ملڪ جي نامور ڊاڪٽرن ڪم ڪيو. اهو ادارو ٽيهن سالن تائين قوم جي خدمت ڪندو رهيو. کيس محنت، قابليت ۽ اوپن هارٽ سرجريءَ جي بانيڪار هئڻ ۽ ان شعبي ۾ خدمتن عيوض 'سوسائٽي آف ڪارڊيو وسڪيولر ۽ ٿوريڪ سرجن آف پاڪستان' 1993ع ۾ گولڊ ميڊل اوارڊ سان نوازيو ويو. 1972ع کان وٺي هو پاڪستان ڪارڊڪ سوسائٽي جو ميمبر رهيو آهي. ڊاڪٽر عبدالغفار جتوئي ميڊيڪل جي شعبي کان سواءِ زراعت ۽ سياست ۾ به دلچسپي وٺندو رهيو آهي. هو 1991ع ۾ نيشنل پيپلز پارٽيءَ جي ميدان تان ٽيڪنوڪريٽ سيٽ تي سينيٽر چونڊيو ويو ۽ سينيٽ جي ڪيترين ئي اسٽينڊنگ ڪاميٽين، صنعت ۽ پيداوار، ماليات ۽ اقتصادي معاملن ۽ خوراڪ ۽ زراعت وغيره جو ميمبر رهيو. هو سينيٽ جي انساني حقن واري ڪاميٽيءَ جو پڻ ميمبر هو. هو 1997ع تائين سينيٽر رهي چڪو آهي. ان ڪانسواءِ هو قومي اسيمبلي جي اين. اي-212 نوشهروفيروز-1 تان اين. پي. پي جي پليٽ فارم تان ايم. اين. اي چونڊيو ويو. ڊاڪٽر عبدالغفار قومي اسيمبلي جي مختلف اسٽينڊنگ ڪاميٽين، گهرو معاملن، پيٽروليم ۽ قدرتي ذريعن، مالي معاملن جو ميمبر رهي چڪو آهي.



ڊاڪٽر عبدالغفار کي باغباني ڪرڻ، شاعري ۽ تاريخ پڙهڻ ۾ تمام گهڻي دلچسپي رهي آهي، هو يورپ، آمريڪا، جپان، آسٽريليا، ڪئناڊا، نيوزيلينڊ، چين، انڊيا جا دورا ڪري چڪو آهي. ڊاڪٽر عبدالغفار جتوئي هڪ آئرش خاتون سان شادي ڪئي. هن کي ٻه پٽ ۽ ٻه نياڻيون آهن. سندس وڏو پٽ فرهاد زمان ٻه 2002ع ۾ صوبائي اسيمبلي جو ميمبر رهي چڪو آهي، جڏهن ته فيصل زمان ڪراچي ۾ ڪاروبار ڪري رهيو آهي.

**جتوئي، علي بخش، ڊاڪٽر:** نالي وارو سرجن علي بخش ولد نبي بخش جتوئي 10 فيبروري 1934ع تي ڳوٺ ٻيٽي جتوئي، تعلقي ميهڙ، ضلعي دادوءَ ۾ پيدا ٿيو. پرائمري تعليم پنهنجي ڳوٺ مان حاصل ڪيائين. مئٽرڪ سال 1954ع ۾ نور محمد هاءِ اسڪول حيدرآباد مان پاس ڪيائين. انٽر سال 1955ع ۾ گورنمينٽ ڪاليج ڦليلي، حيدرآباد مان ۽ ايم. بي. بي. ايس 63-1962ع ۾ ايل. ايم. سي ڄامشوري مان ڪيائين. بعد ۾ ايل. ايم. سي اسپتال ۾ هائوس جاب ڪري 1964ع ۾ ايف آر. سي. ايس ڪرڻ لاءِ انگلنڊ ويو، جتي هن 'ايڊن برو' جي مشهور ڊاڪٽرن سان گڏجي ڪم ڪيو ۽ مختلف تجربا ڪيا. ان دوران هن يورالاجيءَ جي شعبي ۾ مهارت حاصل ڪري ورتي، خاص طور تي پراسسٽيٽ ۾ ڪامياب آپريشن ڪرڻ ۾ پاڻ مڃايائين. اهڙيءَ طرح هن سنڌ ۾ پهريون پيرو پراسسٽيٽ جا ڪامياب آپريشن ڪيا. پڙهائيءَ دوران غير نصابي سرگرمين ۾ به خوب حصو ورتائين ۽ راندين جهڙوڪ: هيمر ٿرو، ترڻ جي مقابلن وغيره ۾ انعام به حاصل ڪندو رهيو جڏهن لياقت ميڊيڪل ڪاليج اسپتال حيدرآباد ۾ 'يورالاجيءَ' جو شعبو کليو ته کيس ان جو انچارج مقرر ڪيو ويو. سندس لکيل ڪتابن ۾ 'ڪلينڪل ميٿڊ ان سرجري'، 'گائيڊنٽو ڪينسر پيشنٽس' ۽ 'ڪلينيڪل بڪ ان يورولاجي' شامل آهن.

**جتوئي، علي مراد:** ناميارو راڳي علي مراد جتوئي، 6 جولاءِ 1974ع تي ڳوٺ علي مردان جتوئي، تعلقي ميهڙ ۾ غلام محمد جتوئيءَ جي گهر ۾ جنم ورتو. شروعاتي تعليم ڳوٺ مان ۽ انٽرميڊيئيٽ ميهڙ شهر مان پڙهيو. راڳ رنگ سان دلچسپي ننڍپڻ کان رهيس. اسيمبليءَ ۾ ترانا ۽ اسڪولي تقريبن ۾ گيت ڳائيندو هو. سريلو آواز هئڻ ڪري سڀ کيس ڀائيندا هئا. هاءِ اسڪول ميهڙ ۾ استاد غلام قادر چانڊيي سندس همت افزائي ڪندي کيس موسيقيءَ



جي ابتدائي گُرن کان واقف ڪيو. مشهور فنڪار استاد محمد يوسف جي شاگرديءَ حاصل ڪرڻ لاءِ علي مراد وٽس پهتو، جنهن کيس 1991ع کان 1994ع تائين ڪوٺڙيءَ ۾ توڙي سنڌ ۾ ٿيندڙ محفلن دوران کيس راڳ سيکاريو. علي مراد جتوئي شروع کان صوفياڻي شاعري کي دل سان ڳايو آهي. سندس پهرين ڪيسٽ 1994ع ۾ آئي. استاد وحيد علي، استاد اشرف علي، ممتاز لاشاري، سرمد سنڌي، سرمد اياز ۽ ٻين فنڪارن سان گهڻي صحبت حاصل رهي اٿس. 1997ع ۾ سندس البم 'زمانو پاڻ ڇاتي' مارڪيٽ ۾ گهڻو مشهور ٿيو ان بعد سندس ڳايل گيت 'هِير ڪُهلندي رهي' گهڻي شهرت ماڻي. سندس 60 کان وڌيڪ آڊيو ڪيسٽون ۽ ڪجهه وڊيو سي. ڊيز به رليز ٿيون آهن. شاه عبداللطيف ڀٽائي، قلندر شهباز، مصري شاه جي ميلن تي ڳائي خوب داد ماڻيو اٿس. سندس گيتن جا وڊيوز سنڌي چئنلن تي هلندا رهن ٿا. کيس ڳائڻ تي ڪوٽڙيءَ ۾ بابا صلاح الدين جي ميلي تي انعام؛ 'دادن فقير اوارڊ' ۽ ڪجهه مڃتا سرٽيفڪيٽ به مليا اٿس. اڄڪلهه غريب آباد، ڪوٽڙيءَ ۾ رهي ٿو.

**جتوئي، علي نواز حاجن:** تعلقي موري جي نامور استاد ۽ شاعر علي نواز حاجن خان جتوئيءَ 11 جولاءِ 1914ع تي پراڻا جتوئيءَ ۾ جنم ورتو پرائمري تعليم اباڻي ڳوٺ مان حاصل ڪيائين. انگريزي تعليم ٽي درجا



اي-وي اسڪول، ڏيپارجا مان پڙهيو. چوٿون ۽ پنجون درجو لوڪل بورڊ مڊل اسڪول نوابشاهه ۽ ڇهون ستون نوشهري فيروز مان پڙهيو. 1936ع ۾ خانبهادر حاجي امام بخش جتوئيءَ جي خرچ تي مئٽرڪ ممبئي يونيورسٽيءَ مان پاس ڪيائين. 1943ع تي انگريزيءَ جو استاد مقرر ٿيو. 45-1944ع ڌاري ممبئي يونيورسٽيءَ مان بي. ٽيءَ جو امتحان پاس ڪيائين. پاڪستان ٺهڻ کان هڪ مهينو بعد 1947ع ۾ حج ڪيائين. 1948ع ۾ ٽريننگ ڪاليج فار مين حيدرآباد مان ٽريننگ ڪري 1949ع ۾ ڊي. جي سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ مان بي. اي ڪيائين. 1950ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان سنڌيءَ ۾ ايم. اي ڪيائين. ان وقت تائين هيءَ سنڌي جو پهريون ايم. اي پاس هو. 53-1952ع ۾ هالا هاءِ اسڪول جو هيڊ ماسٽر ٿيو. پهرين مارچ 1953ع تي سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ اسسٽنٽ پروفيسر جي حيثيت ۾ سنڌي شعبو جوائن ڪيائين. کيس سنڌي شعبي جي پهرئين هيڊ آف ڊپارٽمينٽ هئڻ جو اعزاز حاصل آهي. 63-1962ع ۾ هڪ سال لاءِ لنڊن يونيورسٽيءَ ۾ لسانيات جي موضوع تي پي. ايچ. ڊي ڪرڻ ويو، پر ماءُ جي طبيعت جي ناسازيءَ سبب واپس اچي سنڌي شعبي ۾ پڙهائڻ شروع ڪيائين. 1976ع ۾ پروفيسر جي حيثيت ۾ رٽائر ڪيائين. پروفيسر حاجن جتوئي شاعريءَ تي به طبع آزمائي ڪئي جيڪا مختلف رسالن ۾ شايع ٿيل آهي. رٽائرمينٽ بعد هو هوميوپيٿڪ ڊاڪٽر جي حيثيت ۾ رجسٽر ٿيل هو. سنڌي ٻولي ۽ ادب جا وڏا نالا، ڊاڪٽر غلام علي الانا، ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو، ڊاڪٽر غلام حسين پٺاڻ، محرم خان پٺاڻ سندس خاص شاگردن مان آهن. هن سنڌي ٻوليءَ ۽ لسانيات ۽ لطيفيات تي ڪتاب لکيا آهن. جن مان: (1) لطيفي لهرون، (2) 'علم اللسان سنڌي زبان'، (3) ويرون ۽ وهڪرا (1993ع)، (4) ميڪده مصطفائي.

علي نواز 'حاجن' جتوئي، ساهتي پرڳڻيءَ جو واحد محقق ۽ اديب آهي، جنهن غربت جي باوجود علم پرائڻ، سکڻ ۽ سيکارڻ ۾ سڄي ڄمار صرف ڪئي ۽ وڏو نالو ڪڍيو. کيس اولاد ۾ پنج پٽ ۽ ٽي نياڻيون آهن، جيڪي سڀئي عهدن تي فائز آهن. هن 29 سيپٽمبر 1996ع تي وفات ڪئي.

**جتوئي، غلام رسول خان:** رئيس غلام رسول خان تعلقي موري جي ڳوٺ پراڻا جتوئيءَ ۾ 1905ع ڌاري پيدا ٿيو. سندس والد خانبهادر حاجي امام بخش خان جتوئي به مشهور شخصيت ۽ ممبئي ليجسليٽو اسيمبلي جو ميمبر رهيو. خانصاحب غلام رسول خان جتوئي ابتدائي تعليم پنهنجي اباڻي ڳوٺ "پراڻا جتوئي" جي پرائمري اسڪول ۾ ورتي. چار درجا پاس ڪري انگريزي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ نوشهره مدرسه اينڊ هاءِ اسڪول ۾

حاصل ڪيائين. جتي پاڻ ڇهه درجا پڙهيو. پاڻ زميندار نوڙي سياست ۾ حصو وٺندو رهيو ۽ ضلعي نوابشاهه جو وڏو زميندار ۽ اثر رسوخ وارو سياستدان ليکبو هو. 1930ع ۾ حاجي گل محمد خان جتوئي جي نياڻيءَ سان شادي ڪيائين. 1931ع ۾ تعلقي ڪائونسل موري جو پريزيڊنٽ چونڊيو ويو. 1942ع ۾ سنڌ جي بلوچ قبيلي کيس چڱ مڙسيءَ جي پڳ ٻڌائي. 1944ع ۾ انگريز حڪومت کيس



'خانبهادر' جو ممتاز لقب عطا ڪيو. 1946ع ۾ هن قائداعظم جي اپيل تي اهو لقب ڇڏي ڏنو. ضلعي زميندار بئنڪ نوابشاهه جو ڊائريڪٽر ۽ چيئرمئن پڻ هو. 1946ع کان 1955ع تائين سنڌ اسيمبلي جو ميمبر رهيو. پاڻ تحريڪ پاڪستان ۾ ڀرپور حصو ورتائين. ضلعي نوابشاهه جي مسلم ليگ جو اڳواڻ پڻ رهيو. نوابشاهه ۾ قائداعظم محمد علي جناح جو ڀرپور استقبال پڻ ڪيائين. ان کان اڳ خانصاحب، علامه مشرقيءَ جي خاڪسار تحريڪ جو متحرڪ رڪن رهيو. ضلعي نوابشاهه ۾ قاضي فيض محمد ۽ ٻين سان گڏجي خاڪسار تحريڪ جي ڪمن ۾ ڀرپور حصو ورتائين.

پاڻ 1945ع کان 1953ع تائين ضلعي لوڪلبورڊ نوابشاهه جو پريزيڊنٽ رهيو. ان عرصي ۾ ضلعي جي سماجي ترقيءَ لاءِ ڪافي ڪم ڪيائين. تعليم تي خاص توجهه ڏيندو هو. ان جو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿو ته سنڌ جي هن ضلعي ۾ وڏ ۾ وڏ لوڪلبورڊ هاءِ اسڪول هئا. لوڪلبورڊ هاءِ اسڪول، ڊي سي هاءِ اسڪول، جيڪو هاڻي ايچ. ايم. هاءِ اسڪول سڏجي ٿو، جي ترقيءَ جو دارومدار رئيس غلام رسول جي ڪوشش تي آهي. ضلعي نوابشاهه جي زميندارن مان واحد رئيس غلام رسول خان جتوئي هو، جنهن تعليم جي ترقيءَ لاءِ پاڻ پتوڙيو، جڏهن ته اڪثر زميندارن ان وقت غريب ماڻهن کي تعليم ڏيارڻ جي مخالفت ڪئي. غلام رسول خان جتوئي پنهنجي هزارن شاگردن کي وظيفا، فري بورڊريءَ جو خرچ پرڻ، اعليٰ تعليم لاءِ ڇاهه ڏيارڻ ۽ هر ڪنهن کي نيڪ صلاح ڏيڻ، سندس مکيه مقصد هو. پاڻ پنهنجي ڳوٺ نوان جتوئي کي سڏارڻ لاءِ ڪافي ڪوشش ڪيائين. هاءِ اسڪول نوان جتوئي قائم ڪرڻ سندس ڪارنامو هو. هاسٽل ۾ رهندڙ ضلعي جي شاگردن جي کاڌ خوراڪ توڙي ٻيو تعليمي خرچ پاڻ ڀريندو هو. مطلب ته ضلعي جي تعليمي سڌارن ۾ سندس وڏو هٿ هو. پاڻ 17 محرم الحرام 1385هه/ 19 مئي 1965ع تي وفات ڪئي ۽ کيس پنهنجي اباڻي قبرستان ۾ سندس والد صاحب جي پرسان دفنايو ويو.



**جتوئي، غلام رسول عرف عاقب خان:** مرحوم غلام مجتبيٰ خان جتوئيءَ جي فرزند ۽ رئيس غلام مصطفيٰ خان جتوئيءَ جي ڀائيٽي، غلام رسول خان عرف عاقب خان جتوئيءَ ڳوٺ نوان جتوئي، ضلعي نوشهري فيروز ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم ڀهريون درجو نوان جتوئي ۽ بعد ۾ ڪراچيءَ ۾ ورتائين. ان کان پوءِ وڏيڪ تعليم آرمي اسڪول ايبٽ آباد ۽ بزنيس مئنيجمينٽ جي اعليٰ تعليم آمريڪا مان حاصل ڪيائين. 1990ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو. عاقب خان روينيو ۽ ٽرانسپورٽ جو وزير به رهي چڪو آهي. هو 2004ع کان 2008ع تائين ضلعي نوشهري فيروز جو ضلعي ناظم به رهيو آهي. ضلعي ناظميءَ واري عرصي دوران ضلعي اندر مختلف سماجي ترقي جي ڪمن کي اوليت ڏنائين، تعليم ۽ صحت جي سڌاري لاءِ وڏيون ڪوششون ورتائين. کيس زراعت ۽ جهنگلي جيوت سان تمام گهڻي دلچسپي رهي آهي، هن وقت به سندس رهائشگاهه نوان جتوئيءَ واري بنگلي ۾ ڪيترا جانور ۽ پکي پاليل آهن. ان ڪانسواءِ دنيا جي ڪيترن ملڪن ۾ ماحوليات، جهنگلي جيوت ۽ زراعت جي حوالي سان سيمينارن/ ڪانفرنسن ۾ شريڪ ٿيندو رهيو آهي. سياست سان گڏ زميندارِي پيشي سان لاڳاپيل آهي.

**جتوئي، غلام رسول، مولانا:** مولانا غلام رسول ولد بهاول خان جتوئي، محرابپور، تعلقي ڏوڪريءَ جي ڳوٺ محرابپور ۾ سن 1870ع ڌاري ڄائو. ابتدائي تعليم مولوي عبدالله ڪيريي کان ورتائين. تنهن بعد ڳوٺ سوني جتوئيءَ ۾ لاڙڪاڻي جي عالم مولانا غلام عمر جتوئيءَ وٽ عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم حاصل ڪيائين. ان کان پوءِ روحاني فيض حاصل ڪرڻ لاءِ پير امام الدين راشديءَ وٽ ڳوٺ ٺلاهه شريف ويو ۽ سندس هٿ تي بيعت ڪيائين. مولانا جتوئي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ڳوٺ 'ڏامراهه' ويو، جتي 'رحمانيه مدرسي' ۾ مولوي عبدالرحمان وٽ تعليم حاصل ڪري دستاربند ٿيو. حڪمت سکڻ جو شوق پنهنجي ياءِ حڪيم دوست محمد جتوئيءَ وٽان پورو ڪيائين. محمود فقير ڪٺياڻ جي صحبت ۽ روحاني ڪچهرين سندس طبيعت ۾ تبديلي آندي. مولوي صاحب 80 ورهين جي ڄمار ۾ 13 اپريل 1950ع تي وفات ڪئي. هيءَ قادري طريقي جو بزرگ هو. سندس خيال صوفياڻا، عارفاڻا ۽ فقيراڻا هئا. مولوي صاحب عوامي شاعر به هو. في البديع شعر چوندو هو. جتوئيءَ ڪيترو ئي ڪلام چيو، جيڪو (1) ديوان جتوئي (ٻه حصا)، (2) گلزار جتوئي، (3) افڪار جتوئي، (4) جذبات جتوئي، (5) سرساز، آواز جا گداز نالي ڪتابن ۾ موجود آهي. آخري ڪتاب موسيقيءَ بابت آهي، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته مولانا صاحب کي موسيقيءَ جي به وڏي ڄاڻ هئي. مولانا جا مٿيان ڪتاب سندس حياتيءَ ۾ ئي ويڙهي مل ڪئومل ڪتب فروش لاڙڪاڻي ۽ پوڪرداس ڪتب فروش شڪارپور وارن ڇپيا هئا. سندس ڪلام مختلف صنفن تي ٻڌل آهن، جن ۾ ڪافيون، مولود شريف، مناجاتون، ٽيهه اکريون، خطبا، مداحون، بيت، ڏوهيڙا، قصيدا ۽ غزل قابل ذڪر آهن.

**جتوئي، غلام سرور:** غلام سرور جتوئي سنڌ جو هڪ ناميارو پهلوان، ملهه جو تجربيڪار کيڏاري ۽ ملهه ايسوسيئيشن جو جنرل سيڪريٽري رهيو آهي، هيءَ سنڌ جي شهر شڪارپور جو رهواسي آهي. هن جو شمار چوٽيءَ جي پهلوانن ۾ ٿئي ٿو. هن جي جوڙ جا پهلوان شير ميربحر، سيد سمن شاهه ۽ پستول شيدي وغيره هئا.



غلام سرور جتوئي سنڌ ۾ ٿيندڙ

ملاکڙن ۾ هر جوڙ جي پهلوانن سان وڙهيو ۽ هميشه سوڀارو رهيو. هيءُ ٻين پهلوانن سان گڏ لعل شهباز قلندر جي ميلي تي ٽيندڙ ملاکڙي ۾، سمن شاه جي ميلي، حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائي جي ميلن ۽ ٻين ڪيترن هنڌن تي منعقد ٿيندڙ ميلن ۽ ملاکڙن ۾ پنهنجي زور ۽ هنر جا ڪرتب ڏيکاريندو رهيو آهي. غلام سرور جتوئي هڪ تعليم يافته ملهه رهيو آهي، جنهن شاه لطيف ڪاليج شڪارپور مان بي . اي ڪئي ۽ ڪاليج جي يونين جو صدر به ٿيو ۽ پوءِ پنهنجي والد قلب علي جتوئيءَ کان ملهه جي راند جي تربيت وٺي ميدان ۾ لٿو. هن جو والد پڻ وقت جو ناميارو ملهه هو. غلام سرور جتوئي 1971ع ۾ ملهه وڙهڻ شروع ڪئي ۽ جلد ئي 1972ع ۾ ٻئي جوڙ جي پهلوانن ۾ شمار ٿيڻ لڳو. هن ڪئين انعام، گولڊ ميڊل ۽ ٽرافيون پڻ کٽيون ۽ آخر ۾ هي پهرئين جوڙ جو ملهه بڻجي ويو. هن کي فقط سيد سمن شاه شڪست ڏني. غلام سرور هڪ تعليم يافته پهلوان هو. ان ڪري سيني ملهن گڏجي کيس ايسوسيئيشن جو جنرل سيڪريٽري چونڊيو ۽ هن باقاعدي ملهه برادريءَ جي سڌاري جا ڪارناما انجام ڏنا.

غلام سرور جتوئي جنرل سيڪريٽريءَ جي حيثيت سان حڪومت کي ملهن کي درپيش مسئلن کان آگاه ڪندو رهيو آهي، جنهن ۾ ملهن کي ٻين رانديگرن وانگر سرڪاري توڙي بئنڪن ۾ نوڪري ڏيڻ وارو مطالبو به شامل آهي.

**جتوئي، غلام مجتبيٰ خان:** رئيس غلام مجتبيٰ خان جتوئي، ڳوٺ نوان جتوئي، تعلقي موري ۾ 23 نومبر 1935ع تي ڄائو. خانصاحب غلام رسول خان جتوئي سندس والد هو. غلام مجتبيٰ خان اڳوڻي نگران وزيراعظم رئيس غلام مصطفيٰ خان جتوئي جو ڀيو نمبر ڀاءُ هو. ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ نوان جتوئيءَ جي پرائمري اسڪول مان ورتائين. ان ڪانپوءِ ڪراچيءَ جي گرامر اسڪول ۾ داخلا ورتائين. انٽرميڊيٽ 1952ع ۾ نوابشاه مان ڪيائين ۽ 1956ع ۾ ايس. ايم ڪاليج ڪراچيءَ مان گريجوئيشن ڪيائين.



غلام مجتبيٰ خان 1960ع ڏاري ڏيپارجا يونين ڪائونسل تعلقي موري جو چيئرمئن چونڊيو. 1970ع جي عام چونڊن ۾ پيپلز پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي موري مان صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. 1974ع تائين صوبائي اسيمبلي جو ميمبر رهيو. ان ئي سال رئيس غلام مصطفيٰ خان جتوئيءَ لاءِ صوبائي سيٽ خالي ڪيائين ۽ پاڻ قومي اسيمبليءَ جي سيٽ تي چونڊ وڙهيو. رئيس غلام مصطفيٰ خان جتوئي سنڌ جو وڏو وزير ٿيو. جنرل ضياءُ الحق جي مارشل لا دوران 1983ع ۾ جڏهن ايم. آر. ڊي هلي ته رئيس موري مان هزارين ماڻهن سان گڏ جلوس ڪڍي گرفتاري ڏني بعد ۾ کيس سزا ڏني وئي. گهڻو عرصو مڇ بلوچستان ۽ ڪراچيءَ جي لانڌي جيلن ۾ رهيو.

رئيس غلام مجتبيٰ خان جتوئي 1990ع واري ڏهاڪي ۾ ڪنڊياري قومي اسيمبليءَ جي تڪ تان به ٻيرا چونڊ وڙهيو پر کيس ڪاميابي حاصل نه ٿي سگهي. غلام مجتبيٰ خان جتوئيءَ کي زراعت ۽ جهنگلي جيوت سان تمام گهڻي دلچسپي رهي، راڄن جا فيصلا به ڪندو هو. آخري عمر ۾ جهنگلي جيوت جو هڪ وڏو فارم ٺهرايائين، جنهن ۾ ناياب جانور ۽ پکي رکيا ويا. امن پسند ۽ ڏوهن جي سخت خلاف هو. آخر ۾ کيس دل جي تڪليف ٿي پئي، جنهن سبب انگلنڊ مان علاج باوجود زنده نه رهي سگهيو. سندس اڪيلو پٽ غلام رسول خان عرف عاقب علي خان سياست ۾ آهي، هو ضلعي ناظم نوشهري فيروز ۽ صوبائي وزير به رهي چڪو آهي.

**جتوئي، غلام مرتضيٰ خان:** اڳوڻي نگران وزيراعظم رئيس غلام مصطفيٰ جتوئيءَ جو وڏو فرزند غلام مرتضيٰ خان 9 اپريل 1958ع تي ڪراچي ۾ ڄائو. پاڻ ابتدائي تعليم ايڇ. ايم خواجا ڊي سي هاءِ اسڪول نوابشاه مان حاصل ڪيائين. ثانوي تعليم حبيب پبلڪ اسڪول ڪراچي، انٽرميڊيٽ سينٽ پيٽرڪ ڪراچي مان، جڏهن ته گريجوئيشن سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو مان ڪيائين. هن سياسي سفر جي شروعات 1979ع کان ڪئي. 1979ع ۾ ضلعي ڪائونسل نوابشاه جو چيئرمين چونڊجي آيو. ان سان گڏ پاڻ ڊسٽرڪٽ ڪوآرڊينيشن ڪاميٽي نوابشاه ۽ ڊويزن ڪوآرڊينيشن سکر جو پڻ چيئرمئن رهيو. هن 1983ع ۾ انهن عهدن تان جمهوريت جي بحالي واري تحريڪ ايم. آر. ڊي جي حق ۾ استعيفيٰ ڏنائين. جمهوري جدوجهد ۾ ڀرپور حصو ورتائين ۽ جمهوري تحريڪ جو اڳواڻ ٿي اڀريو. ڪيترائي سال جلا وطنيءَ واري زندگي به گذاريائين. هو پيپلز پارٽي جي سينٽرل ايگزيڪيوٽو ڪاميٽي جو ميمبر پڻ رهيو. اڳتي هلي پاڻ پ پ جي بنيادي ميمبرشپ تان استعيفيٰ ڏئي 1986ع ۾ نيشنل پيپلز پارٽي ۾ شموليت اختيار ڪيائين. 1988ع ۾ جي صوبائي اسيمبلي جي چونڊن ۾ پاڻ پنهنجي اباڻي تڪ تان ڪٽي آيو. ان کان اڳ 1988ع واري نگران حڪومت ۾ بلديات جي وزارت جو قلمدان پڻ سنڀاليائين. 1990ع وارين چونڊن ۾ نوابشاه واري تڪ تان قومي اسيمبلي جو ميمبر چونڊجي آيو ۽ نواز شريف ڪابينا ۾ وفاقي وزير مواصلات بڻيو. جنهن تان اڳتي هلي استعيفيٰ ڏنائين. 1993ع ۾ غلام مرتضيٰ خان جتوئي، مير بلخ شير مزاريءَ واري نگران ڪابينا ۾ پاور مئن ۽ اوورسيز ڪاتي جو نگران وفاقي وزير ٿيو. 1996ع کان 1998ع تائين سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر رهيو ۽ آبپاشيءَ جو وزير بڻيو. 2004ع ۾ سنڌ حڪومت ۾ زراعت ۽ خوراڪ جو صوبائي صلاحڪار بڻيو. کيس صوبائي وزير جا اختيار مليل هئا.



2008ع وارين چونڊن ۾ غلام مرتضيٰ خان جتوئي پنهنجي اباڻي تڪ نوشهروفيروز موري مان قومي اسيمبلي جو ميمبر چونڊيو ويو. هن وقت پاڻ قومي اسيمبلي جي 'آئيني اصلاحات' ڪاميٽيءَ جو ميمبر آهي. 20 نومبر 2009ع تي سندس والد رئيس غلام مصطفيٰ خان جتوئي جي لاڏاڻي کان پوءِ سندس چاليهي جي موقعي تي 3 جنوري 2010ع تي ڪيترن ئي برادرين ۽ علائقي جي ماڻهن گڏجي کيس پڳ ٻڌرائي سربراه چونڊيو. هي هن وقت نئشنل پيپلز پارٽي پاڪستان جو چيئرمئن آهي.

**جتوئي، غلام مصطفيٰ خان:** رئيس غلام مصطفيٰ خان جتوئي پاڪستان جي اهم سياسي اڳواڻن منجهان هڪ هو. هو پاڪستان جو نگران وزيراعظم ۽ سنڌ جو وڏو وزير به رهيو. پيپلز پارٽيءَ جي اڳواڻن منجهان ۽ شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جو ويجهو ساٿي ليکيو ويندو هو. غلام مصطفيٰ خان جتوئي 14 آگسٽ 1931ع تي ڳوٺ نوان جتوئي، تعلقي مورو، ضلعي نوشهري فيروز ۾ جنم ورتو ۽ سندس والد جو نالو غلام رسول خان جتوئي ۽ ڏاڏي جو نالو خانبهادر امام بخش خانصاحب جتوئي هو. پاڻ ڇئن ڀائرن منجهان سڀني کان وڏو هو. غلام مصطفيٰ خان جتوئي پنهنجي ابتدائي تعليم چار درجا سنڌي پنهنجي اباڻي ڳوٺ نوان جتوئي ۾، ان کان پوءِ نوشهروفيروز مدرسه اينڊ هاءِ اسڪول ۾ تعليم حاصل ڪئي. ان کان پوءِ 1952ع ۾ ڪراچي گرامر اسڪول مان سينيئر ڪيمبرج پاس ڪيائين. ان کانپوءِ بار ايٽ لا جي ڊگري لاءِ انگلينڊ ويو. پر والد جي طبيعت ناساز هجڻ ڪري هڪ سال اندر واپس ملڪ موٽي آيو ۽ سياست ۽ زمينداري سنڀاليائين.



غلام مصطفيٰ خان جتوئي پنهنجي عملي سياست جي شروعات 1952ع کان ڪئي. هو 1952ع ۾ ڊسٽرڪٽ لوڪل بورڊ نوابشاهه جو چيئرمئن چونڊجي برصغير جي ننڍي ۾ ننڍي عمر جي چيئرمئن هجڻ جو اعزاز حاصل ڪيو. 1956ع ۾ اولهه پاڪستان جي نوابشاهه واري سيٽ تان ڪاميابي حاصل ڪيائين. انهيءَ سيٽ تي پاڪستان ۾ سڀ کان وڌيڪ ووٽ حاصل ڪيائين. 1962ع ۾ قومي اسيمبليءَ جو ميمبر بڻيو ۽ 1966ع ۾ به هو قومي اسيمبلي جو ميمبر منتخب ٿيو. وفاقي حڪومت ۾ مختلف ڪاتن تي پڻ رهيو. جن ۾ سياسي معاملا، پورٽ ۽ شپنگ، ڪميونيڪيشن، پيٽروليم ۽ نيچرل ريسورسز انفارميشن ٽيڪنالاجي، ريلوي ۽ ٽيليڪميونيڪيشن جا کاتا به سنڀاليائين. پاڻ 1969ع ۾ ذوالفقار علي ڀٽي جي قائم ڪيل پيپلز پارٽيءَ ۾ شامل ٿيو. پيپلز پارٽيءَ جي پليٽفارم تان 1970ع وارين چونڊن ۾ نواب شاهه ضلعي مان قومي اسيمبلي جو ميمبر چونڊيو ويو. 1971ع ۾ ذوالفقار علي ڀٽي جي حڪومت ۾ ڪيس مواصلات، قدرتي وسيلن، ريلوي ۽ سياسي معاملن جو وفاقي وزير مقرر ڪيو ويو. 1973ع تائين ان عهدي تي رهيو ان کانپوءِ صوبائي اسيمبلي جي چونڊ وڙهي، سنڌ جو وڏو وزير بڻيو 1977ع تائين وڏ وزارت سنڀاليائين. 1977ع جي چونڊن ۾ قومي اسيمبلي جو ميمبر ٿيو ۽ صوبائي اسيمبلي جي سيٽ تي پڻ بنا مقابلي کٽيائين.

ضياءُ الحق جي مارشل لا واري زماني ۾ پاڻ پ. پ سنڌ جو صدر رهيو ۽ جمهوري تحريڪ ۾ حصو وٺندو رهيو. 1983ع ۾ مارشل لا جي خلاف ايم. آر. ڊي واري جمهوري تحريڪ جي سرواڻي ڪيائين. 14 آگسٽ 1983ع تي ڪراچي ۾ قائداعظم محمد علي جناح جي مزار آڏو تاريخي خطاب ڪيائين ۽ ضياءُ الحق جي آمريت خلاف جمهوري جدوجهد جو آغاز ڪندي ڪراچي ۾ هزارين ماڻهن جي موجودگي ۾ گرفتاري پيش ڪيائين. پاڻ ايم. آر. ڊي هلچل ۾ جان وڌائين. تحريڪ ۾ نه رڳو ڪيس قيد ڪيو ويو پر سندس وڏي فرزند غلام مرتضيٰ خان جتوئي جا به گرفتاري جا آرڊر جاري ڪيا ويا، جنهن دوران هو روپوش رهي جمهوري جدوجهد کي اڳتي وڌائيندو رهيو. سندس ڀاءُ غلام مجتبيٰ خان جتوئي کي مڇ جيل ۾ رکيو ويو ۽ سندس ڪيترائي ساٿي ۽ عزيز پڻ جيل ۽ قيد جون صعوبتون برداشت ڪندا رهيا، اها برصغير جي وڏي ۾ وڏي جمهوري تحريڪ هئي. ان کان پوءِ 1986ع جي جمهوري تحريڪ ۾ پڻ سرگرم رهيو اڳتي هلي سندس پ پ جي قيادت سان اختلاف ٿي پيا. 1986ع ۾ هڪ نئين نالي سان پارٽي 'نيشنل پيپلز پارٽي' جو قيام عمل ۾ آندائين. پاڻ ان جو باني چيئرمئن ۽ سربراهه بڻيو. سندس پارٽي ۾ ملڪ جون ڪيترين ئي ناميارين شخصيتون شامل ٿيون. انهن ۾ غلام مصطفيٰ کر، حنيف رامي، حامد رضا گيلاني، ڪمال اظفر، ملڪ حامد سرفراز، نواب غوث بخش رئيساڻي، ميان ساجد پروين، نفيس صديقي، رانا محمد حنيف خان، اختر حسين شاهه، رباني کر، آفتاب شاهه جيلاني ۽ ٻيا شامل هئا. 1988ع ۾ ملڪ ۾ عام چونڊون ٿيون، پاڻ ان ۾ ڪامياب نه ٿي سگهيو ۽ اسلامي جمهوري اتحاد جي پليٽ فارم تان چونڊ وڙهيو. پاڻ اسلامي جمهوري اتحاد جو صدر پڻ چونڊيو ويو. اڳتي هلي غلام مصطفيٰ خان جتوئي، ڪوٽ ادو، پنجاب مان قومي اسيمبلي جو ميمبر چونڊيو ويو ۽ قومي اسيمبلي ۾ مخالف ڌر جو اڳواڻ چونڊيو ويو. پاڻ قومي اسيمبلي اندر محترمه بينظير ڀٽو خلاف عدم اعتماد جي تحريڪ پيش ڪيائين، جيڪا ڪامياب نه وئي. آگسٽ 1990ع ۾ صدر اسحاق خان، بينظير ڀٽو جي حڪومت کي برطرف ڪيو ۽ 6 آگسٽ 1990ع کان 6 نومبر 1990ع تائين ٽن مهينن لاءِ غلام مصطفيٰ جتوئيءَ کي نگران وزيراعظم مقرر ڪيو ويو. نومبر 1990ع ۾ عام چونڊون ٿيون، غلام مصطفيٰ خان جتوئي نوشهروفيروز جي موري واري تڪ تان قومي اسيمبلي جو ميمبر چونڊيو ويو. نواز شريف کي وزيراعظم بڻايو ويو. اڳتي هلي نوازشريف جي غير جمهوري ۽ غير مقبول فيصلن خلاف محترمه بينظير ڀٽو سان گڏجي لانگ مارچ ۽ جدوجهد ڪيائين. نتيجي ۾ نوازشريف حڪومت جو خاتمو ٿيو. 1996ع تائين محترمه بينظير ڀٽو سان قومي اسيمبلي ۽ صوبائي اسيمبلي ۾ اتحاد برقرار رکيائين. رئيس غلام مصطفيٰ خان جتوئي اڳتي هلي پنهنجي عملي سياست جون واڳون پنهنجي وڏي پٽ غلام مرتضيٰ خان جتوئي جي حوالي ڪيون.

رئيس غلام مصطفيٰ خان جتوئي سياست ۾ شرافت، انصاف ۽ جمهوريت جي پاسداري ڪئي ۽ زندگيءَ جي آخري گهڙين تائين هڪ لبرل، روشن خيال سياستدان جي حيثيت سان عوام جي حقن لاءِ پاڻ پتوڙيندو رهيو. اڳوڻي ضلعي نوابشاهه ۽ هاڻوڪي ضلعي نوشهروفيروز جي علائقن ۾ تعليم، صحت ۽ سماجي ڀلائي جا ڪم ڪيا، جنهن جو مثال نوابشاهه ميڊيڪل ڪاليج، نوابشاهه انجنيئرنگ ڪاليج، مورو- دادو پل ۽ ضلعي اندر ڪيترائي هاءِ اسڪول، اسپتالون، روڊ، رستا، سوئي گئس، ٽيليفون ۽ ٻيا اهم پراجيڪٽ آهن. جيڪي غلام مصطفيٰ خان جتوئي جي ڪوشش سان تڪميل تائين پهتا.

پاڻ زندگي جي آخري عمر ۾ بيمار ٿيو ۽ پرڏيهه مان علاج ڪرايائين، پر 20 نومبر 2009ع تي لنڊن ۾ وفات ڪيائين. جتان مڙهه سنڌس ملڪ آندو ويو ۽ ڪيس وصيت موجب ڳوٺ نوان جتوئي ويجهو اباڻي قبرستان 'صابر شاهه' جي مقام ۾ ڪرڙ فقير جي ويجهو دفنايو ويو. سنڌس جنازي نماز ۽ تدفين ۾ هزارين ماڻهن شرڪت ڪئي.

**جتوئي، فتح علي مولانا**: مولانا فتح علي جتوئي وڏو عالم ۽ پنهنجي وقت جو سرگرم سياسي ورڪر هو. سنڌس والد خير محمد جتوئي هو. هن 1868ع ڌاري ڳوٺ شاهه يقيق تعلقي شاهبندر ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم پنهنجي ناني علامہ حاجي عبدالله جتوئيءَ کان حاصل ڪيائين ۽ پوءِ مولانا عبدالرحيم ٺٽويءَ جي مدرسي ۾ پڙهيو. فارغ التحصيل ٿيڻ بعد درس ۽ تدريس جو ڪم ڪرڻ لڳو. فتويٰ نويسي ۽ قوت فيصلي جي ڪري هو لاڙ پٽ ۾ گهڻو مشهور ٿيو ۽ سڄي عمر فيصلا ڪرڻ ۾ گذاريائين. ڪيس حج جي سعادت به نصيب ٿي. هن 'خلافت تحريڪ' ۽ 'ريشمي رومال تحريڪ' ۾ ڀرپور حصو ورتو. عالمن سان گڏ لاتعداد جلسن کي خطاب ڪيائين.

مولانا صاحب ضلعي ڪراچيءَ لاءِ جميعت علماءِ جو صدر مقرر ٿيو ۽ 'ترڪ موالات' تحريڪ وقت اسلامي عدالت، تعلقي شاهبندر جو جج مقرر ٿيو. جنهنڪري مولانا صاحب ۽ سنڌس ساٿين خلاف باقاعدي خفيہ فائيل رکيو ويو. مولانا صاحب 1943ع ڌاري فيصلي جي انڪار ڪندڙن لاءِ نيڪاليءَ جي فتوا جاري ڪئي. مولانا پڪو عاشق ۽ اهل سنت جو وڏو عالم هو. هن 1959ع ڌاري وفات ڪئي. ڪيس ديهه لڪيءَ ۾ جتوئين جي ڳوٺ پرسان قبرستان ۾ دفنايو ويو.

**جتوئي، گهرام فقير**: سچل سرمست جو صحبتي ۽ شاعر گهرام فقير جتوئي، 1166ھ/ 1753ع ۾ ڄائو. سنڌس پيءُ جو نالو فقير بخش علي هو. عربيءَ ۽ فارسيءَ جي تعليم پنهنجي والد بخش علي ۽ ملان فيض محمد کان حاصل ڪيائين. گهرام فقير سچل سائينءَ جو پيارو شاگرد، طالب ۽ سنو صوفي شاعر هو. سنڌس شاعريءَ ۾ سچل رح جي شاعريءَ جو اثر نمايان نظر اچي ٿو. شاعريءَ ۾ تخلص 'اصغر' استعمال ڪندو هو. هن فقير وڏيءَ ڄمار ۾ 1262ھ/1846ع ۾ وفات ڪئي، سنڌس آخري آرام گاهه ڳوٺ خيري جتوئي، لڳ ٽرڙي هاشم، تعلقي وارهه ۾ آهي.

**جتوئي، لياقت علي**: دادو ضلعي سان واسطو رکندڙ، ناميارو سياستدان لياقت علي خان ولد عبدالحميد خان جتوئيءَ جو جنم، 5 جنوري 1948ع تي دادوءَ ۾ ٿيو. هن جو بنيادي تعلق زميندار ۽ سياسي گهراڻي سان آهي. ابتدائي تعليم ۽ مئٽرڪ ڪيڊٽ ڪاليج پيٽاري مان ڪيائين. 1970ع ۾ سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري مان پوليٽيڪل سائنس جي شعبي ۾



ايم. اي جي ڊگري حاصل ڪري، ڪجهه وقت يونيورسٽيءَ ۾ استاد به رهيو. 1977ع ۾ پهريون ڀيرو قومي اسيمبليءَ جي سيٽ تي ايم. پي. اي چونڊجي ويو. 1977ع ۾ جنرل ضياءَ پاران اسيمبليون ٽوڙڻ بعد ان پاران 81-1980 ۾ جوڙيل مجلس شوريٰ جو ميمبر ٿيو. 1997ع ۽ 1990ع جي چونڊن ۾ صوبائي اسيمبليءَ جي سيٽ تي ايم. پي. اي. طور چونڊجي آيو. ان دوران 1990ع ۾ ڪيس خزاني جي صوبائي وزارت جي ذميواري سونپي وئي. جنهن دوران پاڻ نوازشريف جي مسلم ليگ ۾ اتحادي رهيو. 1997ع ۾ سنڌ جو وزيراعليٰ بڻيو. جيڪو عهدو وٽس آڪٽوبر 1998ع تائين رهيو. 2002ع ۾ قومي اسيمبليءَ جي ميمبر طور ڪتيائين. ان عرصي ۾ ترتيب وار صنعت، پاڻي ۽ بجليءَ جي وفاقي وزارت وٽس رهي. لياقت جتوئي جرنل پرويز مشرف جي اتحادي مسلم ليگ (ق) ۾ شامل ٿيو ۽ جنرل پرويز مشرف جي ويجهن ساٿين ۾ ليکجڻ ۾ آيو. جنهنڪري سنڌ ۾ سنڌس سياسي ساک کي ڇيهو رسيو ۽ 2008ع جي عام چونڊن ۾ پنهنجن سمورن اميدوارن سميت هارايائين. هن وقت دادو اتحاد جي پليٽ فارم تان سياسي سرگرمين ۾ مصروف عمل آهي.

**جتوئي، محراب خان**: محراب خان جتوئي، ميان غلام شاهه جي دؤر ۾ نامور امير طور اڀري آيو. ميان غلام شاهه جي دؤر ۾ مختلف معرڪن ۾ حصو ورتائين. ميان سرفراز ڪلهوڙي جي حڪومت ۾ درٻار جو اهم ميمبر رهيو. سن 1189ھ/1775ع ۾ مير بهرام قتل ٿيو جنهن ڳالهه کان باخبر هو. هڪ سال پوءِ لياريءَ جي جنگ ۾ سرڪاري لشڪر سان گڏ وڙهيو. پر ميان غلام نبي ڪلهوڙو مارجي ويو. تڏهن مير بجار جو پاسو ورتائين. سن 1191ھ/1777ع ۾ ميان عبدالنبي حڪمران بڻيو ته محراب خان نئين حاڪم جو خاص صلاحڪار بڻجي ويو. مير بجار 1780/1194ع ۾ قتل ٿيو. ان وقت پاڻ ميان عبدالنبيءَ سان گڏ هو. ميان عبدالنبي قلات جي لشڪر سان چالڪ جي پل وٽ (ضلعي لاڙڪاڻي ۾) منزل انداز ٿيو. جتي مير عبدالله خان به پنهنجي فوج وٺي پهتو. ٻنهي لشڪرن ۾ خونريز معرڪو ٿيو. جنهن ۾ محراب جتوئي شهيد ٿيو.

**جتوئي، محمد ابراهيم**: ناليوارو زميندار ۽ سياستدان محمد ابراهيم ولد حاجي اعتبار خان جتوئي، 8 سيپٽمبر 1947ع تي خانپور ضلعي شڪارپور ۾ جنم ورتو. هن 1968ع ڌاري گريجوئيشن ڪئي. سياسي حوالي سان پاڪستان مسلم ليگ سان وابسته رهيو. هن وقت هو نيشنل پيپلز پارٽي، صوبي سنڌ جو صدر آهي. پاڻ ترجو مشهور زميندار ۽ راڄ جو چڱو مڙس آهي. ڪيترائي ملڪ گهمي چڪو آهي. 2002ع واري چونڊن ۾ اين. اي-202، شڪارپور-I تان ڪامياب ٿي



قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو. پرڏيهي معاملن، ماليات، دفاع ۽ قانون وارن شعبن سان دلچسپي رهي اٿس. پاڻ صوبائي صحت کاتي سنڌ جو وزير به رهي چڪو آهي. ان ڪانسواءِ قومي اسيمبليءَ جي ثقافت، راندين ۽ نوجوانن بابت قائم ڪميشن جو ميمبر به رهيو آهي. سنڌ ۾ فيصلن جي حوالي سان به مشهور آهي. سنڌس ڀاءُ عابد جتوئي صوبائي اسيمبليءَ سنڌ جو ميمبر آهي.

**جتوئي، محمد يعقوب، ڪامريڊ**: صحافي، هاري اڳواڻ، مولانا عبيدالله سنڌيءَ جو صحبتي ڪامريڊ محمد يعقوب جتوئي 1920ع ڌاري، شاهه ٻيلي تعلقي پني عاقل ۾ ڄائو. اخواني برهماڻي جتوئي خاندان سان تعلق هئس. پرائمري تعليم سنڌ جي مشهور درگاهه ٽريچاٽي شريف ۾ حاصل ڪيائين. عربي ۽ فارسي درگاهه تي مولانا عبدالڪريم بروهيءَ وٽ پڙهيو.

جيڪو مشهور شاعر جوهر بروهيءَ جو والد هو ۽ ٽريچاڻي مدرسي ۾ مدرس طور مقرر هو. 1955ع ۾ نوابشاهه منتقل ٿيو. جتي ٽريچاڻي جي خليفي عبدالعزيز جي سئوٽ شيخ محمد عثمان جي ڪپڙي جو دڪان هو. شيخ محمد عثمان جي مولانا عبيدالله سنڌيءَ سان گهاٽي حجت هئي. اتي مولوي محمد يعقوب ملازمت اختيار ڪئي. 1960ع ۾ مولوي محمد يعقوب وري پنهنجي ڪپڙي جو دڪان مني بازار ۾ کوليو. سندس گهر قاضي فيض محمد جي گهر جي پرسان غريب آباد، نوابشاهه ۾ هو. مولوي محمد يعقوب جي گهر سنڌ دوست ۽ ڪامريڊ ساٿين جي سرگرمين جو مرڪز هوندو هو ۽ اڪثر شهيد نذير عباسي، جمال نقوي، حسن ناصر نازش ۽ ٻيا روپوشيءَ دوران سندس جاءِ تي اچي رهندا هئا. مولوي صاحب سندن خوب خدمت ڪندو هو. سندس سياسي وابستگي هاري ڪاميٽي، نعپ ۽ پي. اين. پي سان رهي. مولوي محمد صادق عاجز، مولوي معاذ، محمد عمر جوٽو، رسول بخش جمالي، سيد رشيد احمد شاهه، شهمير پنگوار، قاضي عبدالخالق، قاضي فيض محمد ۽ ٻيا سندس دل گهريا دوست رهيا.

اخبار 'صبح صادق' جي آفيس سندس اوطاق ۾ هئي، پاڻ مولوي صالح عاجز جو ساٿي هو ۽ اخبار جو اسسٽنٽ ايڊيٽر هو. مولوي محمد صالح عاجز جي وفات بعد 'صبح صادق' اخبار بند ٿي وئي. کيس نوابشاهه جي صحافتي طبقن ۾ انتهائي احترام ۽ قدر جي نظر سان ڏٺو ويندو هو. مولوي محمد يعقوب جا مضمون 'الصادق' ۽ 'شريعت' رسالن ۾ باقاعدگيءَ سان ڇپجندا رهندا هئا. ڪامريڊ مولوي محمد يعقوب 1985ع ۾ نوابشاهه کي ڇڏي سانگي تعلقه پني عاقل ۾ اچي سڪونت اختيار ڪئي، جتي سيڏي سامان جو دڪان کوليائين ۽ ڪچي ۾ زمينن جي سنڀال شروع ڪيائين. 30 ڊسمبر 1988ع تي وفات ڪيائين. سندس خدمتن جو تذڪرو نوابشاهه جا پراڻا دوست اخبارن ۽ رسالن ۾ ڪندا رهندا آهن. کيس ٻن پٽن ۽ هڪ ڌيءَ جي اولاد آهي. ڪامريڊ محمد يعقوب جي خاندان ۾ سندس پاڻيٽين صفي الله مرحوم، نظام جتوئي، جيڪو نيشنل شپنگ ڪارپوريشن ۾ ملازمت دوران مصر ۾ پورٽ سعيد وٽ واقع سوئيز ڪئنال ۾ ڪري فوت ٿيو جو پڻ قومي تحريڪ ۾ يادگار ڪردار ادا رهيو.

**جتوئي، مسرور احمد خان**: مسرور احمد خان جتوئي، رئيس غلام مصطفيٰ جتوئيءَ جو ٻيو نمبر فرزند آهي. هو 7 سيپٽمبر 1961ع تي ڪراچيءَ ۾ ڄائو. ابتدائي ۽ سيڪنڊري تعليم حبيب پبلڪ اسڪول ڪراچيءَ مان ڪيائين ۽ انٽرميڊيٽ سينٽ پيٽرڪس ڪاليج ڪراچيءَ مان ڪيائين. وڌيڪ تعليم لاءِ آمريڪا ويو جتان گريجوئيشن ڪري، بعد ۾ وري سنڌ يونيورسٽيءَ مان پڻ گريجوئيشن ڪيائين. 1987ع ۾ ڊسٽرڪٽ ڪائونسل جو ميمبر ٿيو 1990ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو. ساڳئي وقت ايريگيشن اينڊ پاور جو وزير مقرر ڪيو ويو. 1997ع کان 1999ع تائين سنڌ اسيمبلي جو ٻيهر ميمبر چونڊيو ويو ان عرصي دوران هو سنڌ ڪابينا جو ميمبر رهيو. ضلعي



حڪومتن جي قيام کان پوءِ پاڻ ضلعي نوشهروفيروز جو 2001ع کان 2005ع تائين ضلعي ناظم بہ رهيو ۽ ضلعي اندر تعليم، صحت، ڪميونيڪيشن ۽ ٻين سماجي ڪمن ۾ وڏي دلچسپي ورتائين.

مسرور احمد خان جتوئي پي. ايس 23 نوشهروفيروز جي موري شهر واري تڪ تان نيشنل پيپلز پارٽي جي ٽڪيٽ تان 2008ع ۾ چونڊ کٽي آيو. هن وقت سنڌ اسيمبلي جي فنانس ۽ نوجوانن جي معاملن ۽ راندين وارين اسٽينڊنگ ڪميٽيءَ جو ميمبر آهي. سياست کانسواءِ کيس زراعت سان خاص دلچسپي آهي، هو دنيا جا ڪيترائي ملڪ پڻ گهمي چڪو آهي، هن وقت هو اباڻي ڳوٺ نوان جتوئي ۽ ڪراچي ۾ رهائش پذير آهي.

**جتوئي، مصطفيٰ حيدر**: سندس پورو نالو مصطفيٰ حيدر بخش جتوئي آهي. سندس جنم 26- مئي 1935ع تي تعلقي ڏگهڙي ضلعي ميرپورخاص ۾ ٿيو جتي سندس والد حيدر بخش جتوئي تڏهن مختيارڪار هو. تعليم حيدرآباد ۾ مڪمل ڪيائين. ننڍپڻ ۾ ئي پنهنجي والد، هارين جي رهنما حيدر بخش جتوئيءَ جي صحبت ۾ ادب، شعر شاعري ۽ قومي خدمت ڏانهن لاڙو پيدا ٿيس ۽ اڳتي هلي صحافت جو پيشو اختيار ڪيائين. جتوئي صاحب جي صحبت ۽ پرورش، سندس دل ۾ وطني ۽ قومي درد پيدا ڪيو ۽ نتيجي طور منجهس ننڍي هوندي کان ئي حوصلي، مردانگي، جرئت، بيباڪي، اخلاق، راست گوئي ۽ قربانيءَ جا جوهر پيدا ٿيا.

صحافت ۾ چڱو نالو ڪمايائين ۽ ٿوري ئي عرصي ۾ ملڪ جي ممتاز ۽ نامور صحافين جي صف ۾ جڳهه پيدا ڪيائين. مصطفيٰ حيدر، پهرين روزاني 'عبرت' حيدرآباد ۽ پوءِ روزاني 'انڊس ٽائيمز' (انگريزي) جو اسٽاف رپورٽر رهيو. ان دوران سنڌ جي مسئلن ۽ حقن لاءِ گهُٽ ۽ ٻوسٽ واري زماني ۾ جنهن بيباڪيءَ سان اقتدار جي صاحبن سان انٽرويوئن دوران سنڌ جي مسئلن تي بحث ڪندو هو. ان کيس هڪ منفرد 'ڇرڪائيندڙ' صحافيءَ جي حيثيت بخشي. ان زماني جي پريس ۾ سندس نمايان حيثيت رهي، جنهن جو اعتراف سندس همعصر سينيئر صحافي ڪن ٿا.

صحافت جاري رکندي، هي اي. پي. پي، يو. پي. پي ۽ پي. پي. آءِ خابرو ايجنسين جي نمائندگي ڪندو رهيو ۽ ساڳئي وقت اُن وقت جي مشهور انگريزي اخبار 'سول اينڊ ملٽري گزيٽ' (لاهور) ۽ 'ليڊر' (ڪراچي) جو بہ نمائندو رهيو. ننڍپڻ کان ئي کيس شاعريءَ جو شوق هو. پهرين 'آتش' تخلص اختيار ڪيائين. پوءِ والد جي چوڻ تي، 'مصطفيٰ' تخلص اختيار ڪري شاعري ڪيائين.

هن 1965ع ۾ سرڪاري ملازمت اختيار ڪئي. پبلڪ سروس ڪميشن جي امتحان ۾ ڪاميابي حاصل ڪري اول راولپنڊيءَ ۾ مرڪزي وزارت اطلاعات ۽ نشريات ۾ اسسٽنٽ انفرميشن آفيسر مقرر ٿيو. 1967ع ۾ ترقي ڏيئي کيس انفرميشن آفيسر بڻايو ويو 1970ع ۾ ڪراچيءَ بدلي ٿي آيو جتان 1973ع ۾ بلوچستان جي تڏهوڪي گورنر نواب محمد اڪبر بگٽيءَ پنهنجي صوبي بلوچستان لاءِ سندس خدمتون حاصل ڪيون ۽ هُو ڪوئيٽا ۾ ڊائريڪٽر پبلڪ رليشنس ۽ پروٽوڪول آفيسر جي عهدي تي فائز ٿيو ڪوئيٽا ۾ ملازمت دوران هن نهايت تدبر، حوصلي، جفاڪشيءَ ۽ ذهانت سان پنهنجا منصبي فرض ادا ڪري پاڻ مڃايو.

1 مئي 1975ع ۾ سندس بدلي اسلام آباد ٿي. پر ان دوران بدقسمتيءَ سان کيس دل جو مرض ٿي پيو جنهنڪري اسپتال داخل ٿيو. کيس ڪوئيٽا ۽ ڪراچيءَ ۾ علاج ڪان پوءِ حيدرآباد جي سول اسپتال ۾ آندو ويو. جتي ڊاڪٽرن جي خصوصي ڌيان جي باوجود ٺيڪ نه ٿي سگهيو ۽ 25- مئي 1975ع تي لاڏاڻو ڪري ويو.

**جتوئي، مظهر علي، ڪامريڊ**: ڪامريڊ مظهر علي جتوئي، باباءِ سنڌ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ جو ٻيو نمبر فرزند هو. 1934ع ڌاري گهوٽڪيءَ ۾ جنم ورتائين. ننڍي هوندي کان محنتي ۽ ذهين شاگرد هو. پنهنجي والد جي سرڪاري نوڪري ۾ هجڻ دوران سنڌ جي مختلف شهرن ۾ والد سان گڏ رهيو. بي. اي آنرز سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪيائين. گڏوگڏ ايل. ايل. بي به امتيازي پوزيشن سان پاس ڪيائين. پوءِ هن حيدرآباد جي مشهور وڪيل الهه بچايي آخوند جي رهبريءَ ۾ وڪالت شروع ڪئي. 1959ع ۾ سندس شادي قاضي محمد صادق جي نياڻيءَ سان ٿي. وڪالت ڪانپوءِ پيشيورانه ذميدارين جي حوالي سان ڪامريڊ مظهر، نيشنل بئنڪ ۾ ملازمت اختيار ڪئي، جتي اعليٰ عهدي تي پهچي رٽائر ٿيو. ڪامريڊ حيدر بخش جي فرزند هجڻ ڪري منجهس ننڍي هوندي کان ئي جدوجهد جو جذبو موجود هو. ان ڪري پنهنجي والد جي وفات ڪانپوءِ سنڌ هاري ڪميٽيءَ کي هڪ ڀيرو منظم ۽ فعال ڪرڻ جي ڪوشش شروع ڪيائين. 1995ع ۾ سنڌ هاري ڪميٽيءَ جو صدر منتخب ٿيو هن باباءِ سنڌ جي جدوجهد کي هڪ نئون رنگ ڏنو. هن هارين جي حقن جي پرچار ڪرڻ سان گڏ سنڌ جي اجتماعي قومي مسئلن، خاص ڪري 'ڪالا باغ ڊيم' خلاف ڀرپور جدوجهد ڪئي. طبيعت جي بيحد ناسازيءَ جي حالت ۾ به ڪالاباغ ڊئم خلاف ڪمون شهيد وٽ لڳل ڌرڻي ۾ شهيد محترمه بينظير ڀٽو، سيد امداد شاهه ۽ ٻين قومپرست اڳواڻن ۽ ڪارڪنن سان گڏ شريڪ ٿيو جتي شديد گرميءَ سبب ڪامريڊ مظهر جي طبيعت خراب ٿي پئي ۽ کيس ترت اسپتال پهچايو ويو پر چند ڏينهن ڪان پوءِ 22 آگسٽ 1998ع تي دل بيهڻ سبب لاڏاڻو ڪري ويو.



ڪامريڊ مظهر جتوئيءَ کي غلام شاهه ڪلهوڙي جي مقبري جي صحن ۾، والد ۽ والده ڪان اتر- اولهه طرف پارڪ ۾ دفن ڪيو ويو.

**جتوئي، مولوي نذير حسين 'جلالي'**: سندس پورو نالو نذير حسين جتوئي ولد مولوي خادم حسين جتوئي ۽ تخلص 'جلالي' هو هن جولاءِ 1903ع ۾ شاهپور ۾ جنم ورتو. شروع ۾ ديني تعليم پنهنجي والد ڪان حاصل ڪيائين. والد جي وفات ڪان پوءِ گهوٽڪي جي مولانا اميد علي ۽ وڏا وڳڻ لاڙڪاڻي جي مولوي محمد عظيم ڪان تعليم حاصل ڪري رتيديري ۾ دستار ٻڌائين. 1919ع ۾ جڏهن پير تراب علي راشدي ۽ بئريسٽر جان محمد جوڻيجي جي ڪوشش



سان لاڙڪاڻي ۾ ٽن ڏينهن واري خلافت ڪانفرنس منعقد ٿي ته 16 سالن جي عمر ۾ پنهنجي والد سان گڏجي هن تحريڪ ۾ حصو وٺي عملي سياست ۾ قدم رکيائين. ان وچ ۾ رتيديري ميونسپالٽي جي اليڪشن ۾ ڪائونسلر به چونڊيو. پهرين سياسي پارٽي 'آل انڊيا ڪانگريس' ۾ باقاعدگي سان شامل ٿيو. پنهنجي عملي سرگرمين سان ٿورن ئي ڏينهن ۾ لاڙڪاڻي ضلعي ڪانگريس جي اهم اڳواڻن ۾ شمار ٿيڻ لڳو. 1938ع ۾ جڏهن آل انڊيا ڪانگريس جو صدر سڀاش چندر بوس لاڙڪاڻي جي دوري تي آيو ته هن مولانا غلام مصطفيٰ قاسميءَ جي قيادت ۾ وفد وٺي ساڻس ڏيڍ ڪلاڪ تائين ڪانگريس جي پاليسي ۽ پروگرام بابت خيالن جي ڏي وٺ ڪئي.

مولانا صاحب هاري ڪاميٽي سنڌ جي بنيادي اڳواڻن مان هڪ ۽ ڪامريڊ عبدالقادر، ميوي خان کوکر جي تمام ويجهن ساٿين مان هو 1930ع ۾ سنڌ هاري ڪاميٽي پاران هارين جي حقن لاءِ جدوجهد شروع ٿي ته ان وقت مولوي صاحب لاڙڪاڻي ۽ دادوءَ جي محاذ تان پارٽي ۽ تحريڪ جي سرواڻي ڪئي.

هاري پارٽيءَ پاران 5 جنوري 1948ع تي هلايل اڌو اڌ بٽئي تحريڪ ۾ به مولوي صاحب يادگار ۽ اهم ڪردار ادا ڪيو. نتيجي ۾ کيس جيل به موڪليو ويو. قيد ۾ پاڻ 'جلالي' تخلص سان انقلابي شاعريءَ جو آغاز ڪيائين. سندس شاعريءَ ۾ باغياڻو خيال ۽ انداز موجود آهي. هن ڳاڙهي جهنڊي ۽ سرخ انقلاب جو پيغام ڏنو آهي، گهڻو ڪري سندس شاعري هارين جي حقن لاءِ، ويڪو سياسي وڏيرن، راشي ڪامورن، جاگيردارن ۽ سرمائيدارن تي تلوار جهڙي تيز تنقيد سان ڀرپور آهي.

مولوي نذير عالم، فاضل هوندي به سڄي عمر ترقي پسند، سوشلسٽ تنظيمن ۽ تحريڪن سان لاڳاپيل رهيو هيءَ پڪو ڪميونسٽ هو 71 سال جي ڄمار ۾ 23 مئي 1974ع تي وفات ڪري ويو.

**جتوئي، نظام الدين**: عام طور اين. ڊي. جتوئيءَ طور ڄاتو سڃاتو ويندڙ نظام الدين جتوئي، ضلعي نوشهري فيروز جي ڳوٺ پراڻا جتوئي، تعلقي موري ۾ 1943ع ۾ ڄائو هن پرائمري تعليم پنهنجي اباڻي ڳوٺ پراڻا جتوئيءَ ۾ حاصل ڪئي. ان ڪان پوءِ ثانوي تعليم حيدرآباد جي ٻن مشهور اسڪولن سينٽ بوناوينچر ۽ نور محمد هاءِ اسڪول ۾ ورتائين. جڏهن ته گريجوئيشن مسلم ڪاليج حيدرآباد مان ڪيائين. 1969ع ۾ ماسٽرس آف آرٽس اسلامڪ ڪلچر ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪيائين.



پنهنجي عملي زندگيءَ جي شروعات سنڌ اطلاعات کاتي ۾ اسسٽنٽ انفرميشن آفيسر جي حيثيت سان 1970ع کان ڪيائين. اڳتي هلي 1975ع ۾ سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جو امتحان پاس ڪري، اطلاعات کاتي ۾ اسسٽنٽ ڊائريڪٽر ٿيو ۽ پوءِ ڪافي عرصو ڊائريڪٽر ۽ ڊائريڪٽر جنرل اطلاعات کاتو سنڌ رهيو اڳتي هلي سنڌ ثقافت ۽ سياحت کاتي جو ڊائريڪٽر جنرل بڻيو ۽ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جو ائڪٽنگ چيئرمئن به ٿيو 2005ع ۾ رٽائرمينٽ ورتائين. هن وقت پنهنجي ڳوٺ نوان جتوئيءَ ۾ زمينداري ۽ سماجي ڪمن ۾ مصروف رهي ٿو.

**جتوئي، وحيد:** نوجوان ليکڪ ۽ شاعر عبدالوحيد جتوئيءَ 31 جنوري 1977ع تي ڳوٺ ماڻي، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو. سندس تعليم ايم. اي انگريزي ادب (1998ع) آهي. انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ ۾ اسسٽنٽ پبليڪيشن آفيسر رهڻ کان پوءِ هن وقت انگريزي شعبي سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ اسسٽنٽ پروفيسر آهي. سندس ڪتابن ۾: 'سنڌي شاعري، فن کان فڪر تائين' (1998ع)، 'وجوديت ۽ سنڌي ادب' (2001ع)، 'Evening Shadows' (انگريزي شاعري: 2004ع) ۽ 'Phoenix Will Rise Again' (انگريزي شاعري: 2007ع) ڇپيل آهن. هو هن وقت حيدرآباد ۾ رهي ٿو.

**جُتي:** چمڙي جي صنعت جو عظيم ڪارنامو جُتي آهي. جُتي انساني لباس جو ابتدائي جز آهي ۽ ڪيس تمام گهڻين سختين ۽ تڪليفن کان نجات ڏياري ٿي. آڳاٽي وقت کان وٺي انسان پيرن ۾ پائڻ لاءِ جُتي استعمال ڪندو آيو آهي. اوائلي دؤر جو انسان پيرن جي بچاءَ لاءِ وڻن جا پن يا جانورن جون کَلون ڪم آڻيندو هو. آهستي آهستي چمڙي جي تري واري چپل



جُتي

جهڙي جُتي وجود ۾ آئي. ٻه هزار سال اڳ ۽ ان کان پوءِ چمڙي مان ٺهيل چپل نما جتيون ٺهڻ لڳيون. خاص ڪري پير جي پٺ مٿان ٻه پٽيون ۽ ڪُڙيءَ کي مضبوط ڪرڻ لاءِ هڪڙي پٽيءَ واري جُتيءَ جو عام رواج هو. سنڌ ۽ هند ۾ پير جي ماپ جون ڪاٺ مان ٺهيل پٽين تي چمڙي يا ڪپڙي جون وڌيون هٽي، جُتي ناهي ويندي هئي، جنهن کي چاڪڙيون چوندا هئا. ڪن چاڪڙين ۾ ڪاٺ جي ٻنجي لڳندي هئي، جيڪا آڱر ۽ آڱوٺي جي وچ ۾ اچي پير کي مضبوط جهليندي هئي. هن وقت ڪاٺ جي چاڪڙيءَ جو رواج ذري گهٽ ختم ٿي ويو آهي. موجوده دؤر ۾ چمڙي، ڪپڙي يا ڪنهن ٻئي مواد مان ٺهيل بوٽ ۽ سليپر وغيره کي ٻه جُتي چيو ويندو آهي. مينگهواڙ جتيءَ کي 'پُچڪي' چوندا آهن. اڪثر مينگهواڙن کي 'موچڪي ڪم' تي دسترس حاصل آهي، هيءَ ڌنڌو اختيار ڪرڻ وارا سنڌ ۾ موچي سڏجن ۾ آيا ۽ موچي پنهنجي هٿن جي محنت ۽ دماغي قوت سان جيڪي جتين جا نمونا ناهين ٿا، انهن ۾ هيٺيان خاص آهن:

**مردانيون جتيون:** ديسي، سليپر، سنڌڻ جُتي، بوٽ، سپاتا، سئنڊل، چپل چاڪڙيون ۽ مارواڙي جُتي ڪڙيءَ سان.

**زنانيون جتيون:** سنڌڻ جُتي ٽوٽر سان، جنهن جا ڪيترائي قسم ٿيندا آهن جن ۾ ست ٽوٽري اهم آهي. چندلي واري جتي، جيڪا گهڻو ڪري ڪولهي برادري استعمال ڪندي آهي، جنهن جي ڪڙي مردانڻي سنڌڻ جُتيءَ جهڙي هوندي آهي. مارواڙيءَ جتيءَ تي پرت هوندو آهي، جُتين جا جيڪي ٿي نمونا ڏنا ويا آهن، انهن مان وري هر هڪ جا ڪيترائي قسم آهن.

**جُتي ناهڻ لاءِ استعمال ٿيندڙ اوزار:**

(1) **کهيڙي:** هيءَ ڪاٺ جي ٺهيل، چمڙي کي نرم ڪرڻ ۽ استري لاءِ ڪم ايندي آهي.

2- **ڪارب:** ڪاٺ جا ڪارب مختلف سائيزن جا آهن، جن تي جُتين جا نمبر ماپيل هوندا آهن.

3- **گوٽي يا موڪري:** موڪري ڪاٺ جي ٺهيل هوندي آهي ۽ چمڙي کي ڪٽڻ لاءِ استعمال ڪبي آهي.

4- **ڦرهڙي (ڦروٽي):** ڪاٺ جي مستطيل پٽي، جنهن تي رنبي سان ڪم ڪبو آهي.

5- **رانبي (رنبي)** : رانبي لوهه جي ڌار سان هوندي آهي ۽ چمڙو ڪٽڻ ۽ ان کي درست بيهارڻ جي ڪم ايندي آهي.

6- **انبوري يا پڪڙ:** انبوري ڪوڪا ڪڍڻ ۽ موڙڻ جي ڪم ايندي آهي، هيءَ لوهه جي ٺهيل هوندي آهي.

7- **اڪولائي:** اڪولائي لوهه مان ٺهيل ٽن پيرن واري هوندي آهي. ٻه پير زمين تي پير لڳل هوندا اٿس ۽ ٽئين پير ۾ جُتي ڦاسائي ان تي ڪوڪا هڻبا آهن.

8- **پنجس:** پنجس فرمي تي پنو چاڙهڻ لاءِ ڪم ايندي آهي ۽ لوهه جي ٺهيل هوندي آهي.

9- **هٿوڙي:** هٿوڙي لوهه مان ٺهيل هوندي آهي ۽ ڪوڪا ٺوڪڻ جي ڪم ايندي آهي.

10- **ڪنڊو:** ڪنڊو ڪارب ۾ ڦاسائي، ڪارب کي جُتيءَ مان ڪڍبو آهي.

11- **آر:** آر، لوهه جي ڇنڀاري سيخ آهي، جنهن کي هڪ پاسي ڪاٺ جو هٿيو هوندو آهي، هن سان سوراخ ڪري سئيءَ سان ڌاڳو ڪاربو آهي.

12- **ڪنڊي:** هيءَ آر جو سڌريل روپ آهي، جنهن جي ڇنب ۾ ڪپو هوندو آهي، ان سان ڌاڳي کي پوئتي ڇڪي وٺبو آهي.

13- **روئي/ روهي:** روهي پٿر جي هوندي آهي ۽ اوزار تيز ڪرڻ جي ڪم ايندي آهي.

14- **سُنبو:** سنبو لوهه جو ٺهيل هوندو آهي ۽ سوراخن ڪرڻ جي ڪم ايندو آهي.

**جَتي بخش، بابا:** بابا جَتي بخش طور مشهور هي ڪلاڪار، ناچ جو بهترين ڄاڻو ٿي گذريو آهي. سندس تعلق شام چوراسي گهراڻي سان هو ۽ هن جو جنم حيدرآباد، سنڌ ۾ ٿيو. ڪيس طبلي، ڍولڪ ۽ لئي ڪاريءَ تي تمام گهڻو عبور حاصل هو. ناچ ۾ اُن دور جي مشهور ناچڻي صفيه کي محنت ۽ ڪَلا جا گُر هن سيکاريا هئا. طبلي ۽ لئي ڪاريءَ ۾ هن غلام محمد عرف غلامون ماڙيچي کي طبلي وڄائڻ ۾ اهڙو ته پڙ ڪري ڇڏيو، جو جڏهن ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جي شروعات ٿي ته غلامون هتي ملازم جي حيثيت ۾ مقرر ٿيو.

بابا جَتي بخش نفيس مزاج ۽ موسيقيءَ جو وڏو ڄاڻو هو. پاڻ بي اولاد ٿي حيدرآباد سنڌ ۾ گذاري ويو. سندس تفصيلي سوانح جي ڄاڻ نه ٿي پوي.

**جُتي ٻڌڻ:** شاديءَ جي هڪ رسم. جيڪا ٿر جي سماٽن ۽ هندن جي گڏيل رسم آهي. جڏهن گهوٽ پهريون ڀيرو ساهرن ۾ ايندو آهي ته ان جو هر فعل ساليون ٻڌنديون آهن. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن گهوٽ جُتي پائڻ جي ڪوشش ڪئي ته ساليون هيئن چئي جُتي ٻڌنديون:

سائي سُتي، موتيان ڳتي
ٻڌل آهي، اوهان جي جُتي

(سائي موتين سان ڳتيل سُتيءَ سان اوهان جي جُتي ٻڌل آهي).

جُتي ٻڌڻ جا ٻول مختلف به ٿين ٿا، جن تي وري گهوٽ ڪجهه ٻول چئي "جُتي" کوليندو آهي، جيئن ته:

اڇي ميڙهي اوجلي، اوپر ٻينا ٻي پڳ
اسان موجا چوڙيا، ٻڌا اوهان را پڳ

(اڇي ماڙيءَ مٿان ٻه ٻگهه ويٺا آهن. منهنجي جُتي ڇڙي پئي، اوهان جا پير ٻڌا پيا آهن).

**جتي ستي، ابراهيم شاهه:** سنڌ جو هيءُ مشهور بزرگ لعل شهباز قلندر جو پانڌيئڙو ۽ طالب سيد ابراهيم شاهه جتي ستي، سيوهڻ جو رهندڙ هو ۽ شهباز قلندر جو مريد هو. لعل شهباز قلندر جي وصال کان پوءِ هو سيد علي سرمست جي رهنمائي ۾ رهي سندس مريد ۽ طالب ٿيو. قلندر جو مريد صلاح الدين سندس طالب ٿيو. پاڻ سڄي عمر مجرد/ ڪنوارو رهيو. هن بزرگ جي مزار لعل شهباز جي مزار جي اتر واري دروازي سان گڏوگڏ آهي، سندس وفات کان پوءِ سندس وڏو پٽ استاد الله بخش عرف علڻ پناڻ گادي نشين آهي.

**جٽ:** جاٽ، جٽ ۽ جت آهن. پنجاب ۾ ڪين جٽ ۽ سنڌ ۾ جت چيو ٿو وڃي. هنن جا خاص پاڙا آهن. وريا، ڪيڙا، ڪيوڙا، هيجڙا ۽ گهوسي.

**جپان** (Japan): جپان جو سرڪاري نالو نيپون (Nippon) "Kingdom of Japan" آهي، جنهن جي معنيٰ آهي: "اڀرندڙ سج جي ڌرتي." هي اتر اوڀر ايشيا جو هڪ اهم ملڪ آهي، جنهن جي اتر ۾ روس، اولهه ۾ ڏکڻ ڪوريا ۽ اوڀر ۾ پيسفڪ سمنڊ آهي. جپان ٻيٽن جو هڪ ڳرو ميڙ آهي، جيڪو ايشيا جي اڀرندي ڪناري کان ٿورو پري 3800 ڪلوميٽر ڊگهو ڪمان جي شڪل ۾ 31 ۽ 45 اتر ڊگهائي ڦاڪ ۾ آهي. جاپان جي ڪل پکيڙ 377728 چورس ڪلوميٽر (145803 چورس ميل) ۽ آبادي 12 ڪروڙ 64 لک 34 هزار آهي. جپان جي گاديءَ جو هنڌ ٽوڪيو ۽ سڀ کان مٿانهون جابلو چوٽي فيوجي ماياس (ڊگهائي: 3776 ميٽر) آهي. هن ملڪ جي سرڪاري ٻولي جپاني آهي ۽ هتي جي موسم گهڻي ڀاڱي خوشگوار هوندي آهي. جپان جي مکيه زرعي پيداوار چانور، ڪڻڪ، پٽاٽا، ميوا، ڀاڄيون، چانهه، بيٽ ۽ تماڪ آهي، مکيه صنعتن ۾ جهاز ٺاهڻ، اليڪٽرانڪس ۽ بجليءَ جو سامان، ٽيڪسٽائل، موٽر گاڏيون، مشينري، لوهه، ايليومينيم، سيمنٽ، ڪاغذ، ماهيگيري شامل آهن. جپان ۾ آئيني بادشاهت آهي، موجوده بادشاهه اڪيهٽو (Akihito) شاهي خاندان جو هڪ سوءُ پنجويهون حڪمران آهي. وزيراعظم حڪومت جو اڳواڻ ۽ سيني انتظامي اختيارن جو مالڪ آهي. وزيراعظم نائٽوڪان (Naotokan) آهي. جپان جي آزاديءَ جو ڏهاڙو 28 اپريل 1952ع آهي ۽ گڏيل قومن جي اداري (UNO) جو ميمبر 18 ڊسمبر 1956ع کان ٿيو.




**جپان پنجويهن ورهين کان پوءِ (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب سنڌ جي مشهور سياح ۽ ليکڪ الطاف شيخ جي جپان جي سفرنامي تي مشتمل آهي. جنهن جو مهاڳ نوجوان دانشور خاتون امر سنڌوءَ لکيو آهي، جڏهن ته ان ۾ اعجاز منگيءَ ۽ امتياز ابڙي جا تاثر به شامل آهن. پڪي جلد، ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 285 صفحا آهن ۽ ان جي قيمت -/210 روپيا آهي. هيءُ ڪتاب روشني پبليڪيشن ڪنڊياري پاران 2005ع ۾ شايع ٿيو.

**جپان جن جي جيءَ سان (ڪتاب):** جپان بابت هي سفرنامو مشهور سياح الطاف شيخ جو لکيل آهي. سڄو ڪتاب جپان جي احوال تي مبني آهي. 186 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 100 رپيا آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن 1982ع ۾ جڏهن ته ٻيون ڇاپو 1998ع ۾ روشني پبلڪيشن ڪنڊياري ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

**جپاني هائيڪو** (Haiko): 'هائيڪو' يا 'هوڪو' هڪ مختصر نظم (Miniature Poem) آهي، شاعريءَ جي هيءَ صنف جپاني لمبي نظم ٽنڪا ۽ رينگا مان نڪتي آهي. هائيڪو معنيٰ شروعات. ان ڪري هن مختصر نظم جو نالو ئي شروعات 'Haiko' پئجي ويو ان جو گهاڙيٽو پنج ست پنج ماترائون آهي، جيئن غزل مان قطعو ۽ فرد الڳ صنف ٿي پيا، تيئن رينگا مان هائيڪو ڌار صنف بنيو آهي، هائيڪي جي شروعات چوڏهين صدي عيسويءَ ۾ ٿي. روايتي طور هن صنف جا بنياد وجهندڙ مارتيڪ ۽ سوڪن هئا. هنن جي شعر ۾ اڪثر طنز هوندي هئي. ان کان پوءِ ٽيٽوڪو هن صنف کي رينگا ڏي موٽائڻ چاهيو ۽ فني باريڪين جا ڏاڍا ڏکيا قانون گهڙيا. ڊئنرن اسڪول، (جنهن جو پايو سوئن (821-1605ع) وڌو). اهڙن لاڙن جي خلاف ڪم ڪيو آخر باشو هن صنف کي سوڌي، سنواري جرڪائي چڙيو ۽ هائيڪو کي آخري شڪل ڏني. هن نئڙي ۽ مڪمل نظم جون ڪجهه فني ضرورتون به آهن، جهڙوڪ: (1) هائيڪو

ستن ۾ پنجن ماترائن تي مشتمل هوندو آهي، سنڌيءَ ۾ لکيل هائيڪو جي پهرين ۽ آخري سٽ جو قافيو آهي. (2) هائيڪو لاءِ ضروري آهي ته ان ۾ فطرت جو ذڪر هجڻ ضروري آهي. (3) ڪنهن خاص واقعي ڏانهن اشارو هجي، (4) ان واقعي جي ڪنهن مسلسل عمل کي (ٿي رهيو هجڻ جي حالت ۾) قلمبند ڪيو وڃي، يعني هلندڙ جو صيغو استعمال ڪيل هجي.

آءُ درازا هل!
تنهنجا سارا مولوي،
منهنجو هڪ سچل. (اياز)

**جپسي** (Gypsy): ايران جي مشهور شاعر فردوسي، شاهنامي ۾ لکيو آهي ته ايران جي شاهه بهرام گور، اتر هندستان جي ان وقت جي راجا شنگل کي عرض ڪيو ته ايران جي قومي جلسي ۾ حصو وٺڻ لاءِ ويهه هزار ڳائڻا موڪليا وڃن. انهيءَ تي راجا مشهور ڳائڻا ايران موڪلي ڏنا. انهن ڳائڻن جي راڳ، ايران جي شاهه کي اهڙو ته موهي ڇڏيو جو کين ايران ۾ رهڻ لاءِ مفت ۾ زمينون، ڍڳا، اناج وغيره ڏنائين، پر جيئن ته ڳائڻا ٻني ٻاري کان اڻ ڄاڻ ۽ خانه بدوش قبيلن مان هئا، تنهن ڪري اهي مصر ڏانهن هليا ويا، جتان يورپ ۾ پکڙجي ويا. جپسي قوم بابت هڪ ڏند ڪٿا هيءَ به آهي ته اهي هند ۾ رهندا هئا، سڪندر اعظم کين پاڻ سان وٺي


هڪ جپسي عورت

ويو. جيڪي ايران ۾ ٿي رهيا، پوءِ هڪ هنڌ ٽانيڪا ٿي نه ويٺا ۽ خانه بدوش ٿي رهيا. جپسي لوڪن ۾ اڄ به نه فقط ڪيترئون رسمون ساڳيون آهن، پر ٻوليءَ جا گهڻا لفظ به ساڳيا آهن. اهي ٻوليءَ ۾ جيئن ته ڇُري، بال (وار) ڪَن، نڪ، ڪارو، راءِ، ٻڌو(وڏو)، ٽاڻ، ماس، پاني(پاڻي)، ٻڙهو (پوڙهو)، چوري، رات، رتُ، تون، سچو ساري رات وغيره جهڙا لفظ استعمال ڪن ٿا. ان ڪري انهن لفظن مان ظاهر آهي ته جپسين جو گهڻي قدر لاڳاپو سنڌ سان هو. يورپ جي ڪن حصن ۾ هو پاڻ کي 'زنگلي' ته ڪٿي 'روسي' ته ڪٿي وري 'سنتي' سڏائيندا آهن. سنتي لفظ مان ظاهر آهي ته هو سنڌي آهن. لسانيات جي ماهرن ان لفظ جو رشتو سنڌيءَ سان جوڙيو آهي. مشهور يوناني مورخ ڄاڻايو آهي ته: "سنڌي نالي هڪڙي هندي قوم ڪاري سمنڊ جي ويجهو رهندي هئي، اهو زمانو عيسوي سن کان ڇهه سئو ورهيه اڳ جو آهي". چمن لال به لکيو آهي ته: "پنجاب جي هڪ ايراضيءَ ۾ 'چنگر' نالي هڪ ٻلتي پيل قوم رهندي هئي، جيڪا سنڌوئي جو هڪ جزو آهي، جن جي ٻولي سنڌيءَ سان واسطو رکندڙ آهي. اها ئي قوم ايران جي اندرين ايراضين تائين ڏسجي ٿي." جپسي ٻوليءَ ۾ ايراني ۽ آرمينيا جي ٻولين جا اثر به آهن، جيڪي ڏيکارين ٿا ته هو ڪجهه وقت انهن ايراضين ۾ ضرور رهيا آهن. ايران ۾ جڏهن ساساني حڪمرانن جو راڄ هو تڏهن ٿي هو شايد هند مان لڏي ايران ۾ وڃي رهيا هوندا. هنن پوءِ فرات نديءَ جي ڏاکڻي حصي ۾ ڏاهو ڪيو ۽ عربن سان گڏجي ملڪن کي فتح ڪرڻ ۾ سندن ساٿ ڏنو پر عباسي خليفي مامون الرشيد جي موت کان پوءِ هنن ان ملڪ کي ڇڏي ڏنو آرمينيا مان ٿي هو سيريا (شام) منجهان لنگهي وڃي اتر آفريڪا ۾ پهتا. اتان وري هو ڪجهه يورپ ڏانهن ڦهلجي ويا. سندن نرالين رسمن جي ڪري ملڪ ۾ مٿن ظلم ڪيو ويندو هو ڪن هنڌن تي ته کين ناس ڪرڻ لاءِ قدم به کنيا ويا، جيئن ٻي مهاڀاري لڙائيءَ ۾ خود جرمنيءَ جي حاڪم هٽلر کين ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ظلم ستم جي باوجود اهي زنده سلامت رهيا ۽ پنهنجي وجود کي قائم رکيو اچن.

جپسي ڳائڻ وڄائڻ ۾ ماهر آهن. انهيءَ ڪري هر هنڌ کين مان پئي مليو روس جي هڪ راڻي 'ڪئٿرائين' ته کين رهڻ لاءِ سرڪاري زمين ڏئي ڇڏي هئي. هن وقت رومانيا، هنگري بلغاريا ۽ چيڪوسلواڪيا ۾ 'جپسي' گهڻي تعداد ۾ رهيل آهن. سنڌي قوم لاءِ مشهور آهي ته هوءَ ڳائڻ وڄائڻ ۾ هوشيار آهي. اٺين صدي عيسويءَ جي هڪ جين آچاريه اديوتن پنهنجي 'ڪوليه مالا ڪٿا' ۾ سنڌين لاءِ صاف لکيو آهي ته اهي ڳائيندڙ ۽ مرڪندڙ ماڻهو آهن. جپسين کي پنهنجي اصل نسل جو پورو پتو ڪونهي، پر گهڻن کي اهو يقين آهي ته سندن ابا ڏاڏا هند جا ئي رهاڪو هئا، سندن هڪ راجا جو نالو 'زنديلو' چيو وڃي ٿو (زندو= سنڌو). جپسي (Gypsy) لفظ مٿن ڪنهن وقت مصر (Egypt) ۾ رهڻ سبب پيو

**جپ صاحب:** هيءَ سکن جي پوتر ڪتاب گرنٿ صاحب جي ابتدائي ٻاڻي آهي، جنهن کي 'جپ نشان' به چوندا آهن ۽ اڪثر سک هن کي گرونانڪ جو بيان ڪيل سمجهندا آهن ۽ هن جو پاٺ ڪرڻ سندن روزمره جي زندگي ۾ شامل آهي. سک ودوانن ۾ اختلاف آهي ته هن ٻاڻيءَ کي 'جپ صاحب' جو نالو ڪهڙي طرح مليو گرنٿ صاحب جي ٻاڻين جا نالا گهڻو ڪري ٻاڻين ۾ استعمال ٿيندڙ لفظن مان ئي ورتا ويا آهن.

**ججو واهڻ:** ججو واهڻ موجوده پنجاب صوبي جي سرائيڪي بيلٽ ۾ اڄ ۽ پٽي واهڻ سميت ارغون دور ۾ پرڳڻي جي حيثيت رکندو هو ارغونن جي دور ۾ سلطان محمود خان بن مير فاضل ڪوڪلتاش بکر جي بلوچن سان جنگ ڪئي، جنهن ۾ سلطان محمود خان ڪوڪلتاش کي فتح حاصل ٿي. انهيءَ معرڪي کان پوءِ ملا محب علي سنڌي، اڪبري دربار مان سلطان محمود ڪوڪلتاش جي لاءِ اڄ، پٽي واهڻ ۽ ججو واهڻ پرڳڻن جي حڪومت جو پروانو ڪٽي آيو هو

**جدگال:** جدگال، جد جي معنيٰ جت ۽ گال جي معنيٰ ٻولي، ڳالهه، يعني جتڪي ٻولي ڳالهائڻ وارا جت. هنن سنڌ، بلوچستان، مڪران ۽ لسٻيلي جي ٻين قومن سان مٽيون مائٽيون ڪيون، جنهنڪري کين گڏيل يا گڏا به چيو وڃي ٿو جدگالن جا خاص پاڙا: 1. رئيس، 2. ڪينگرزئي، 3. مهدي زئي، 4. بند، 5. ڪوڙڪ، 6. سنگر ۽ 7. جوڪيا آهن. رئيس، لسٻيلي جي جاموٽن سان نسبت جي دعويٰ ڪن ٿا. ڪينگرزئي پاڻ کي لسٻيلي جا جاموٽ چون ٿا. سنگر چون ٿا ته اسان اصلي سنڌ جا سنڌي آهيون ۽ سنڌ جا جوڪيا اسان جا مائٽ ٿين. مهدي زئي، سنگرن جي هڪ پاڙي جي شاخ آهي، اهڙيءَ طرح جوڪيا، بند ۽ ڪوڙڪ به هن سرزمين جي جتن جون خاص نسبتون آهن، جيڪي پاڻ کي سنڌي قوم جا فرد سڏائين ٿا.

**جدگالي** (Jadgali) (ٻولي): هيءَ ٻولي جتڪي، جت گالي ۽ جت جي نالن سان بہ سڏجي ٿي، جيڪا سنڌي ٻوليءَ جو هڪ لهجو آهي. هيءَ ڏکڻ بلوچستان، ڏکڻ سنڌ ۽ ايران ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. 1998ع جي رپورٽ موجب پاڪستان ۾ هن ٻوليءَ جا ڪيترائي ڳالهائڻ وارا موجود آهن. هيءَ ٻولي هند- يورپي، هند- ايراني، هند- آريائي ۽ اتر- اولاهين سنڌي ٻوليءَ جي سٽ مان آهي. هن ٻوليءَ جا ڳالهائيندڙ جدگال پاڪستان ۾ جت سڏجن. جدگالي سنڌي ٻوليءَ جو لهجو بہ سڏجي ٿو. هن ٻوليءَ جا ڳالهائيندڙ گهڻو ڪري سنڌيءَ پڙهن ٿا. هي ٻولي يوڪرائين ۽ افغانستان جي جتن جي ٻوليءَ کان گهڻو مختلف آهي. هن ٻوليءَ جا ڳالهائيندڙ گهڻو ڪري مسلمان آهن.

**جَدوَل:** اڳاڻي وقت ۾ ڪتاب کي نحوست کان بچائڻ لاءِ ان جي جلد يا اندرئين صفحي تي نقش ڪڍيو ويندو هو جنهن جي عددن جو جوڙ سعد هوندو هو اڪثر قرآني آيتن ۽ الله پاڪ جي نالن مبارڪن جي ابجدي حرفن جا نقش عامل مختلف مسئلن لاءِ ناهيندا آهن، جن کي تعويذ چئبو آهي.

| | | |
|---|---|---|
| 4 | 9 | 2 |
| 3 | 5 | 7 |
| 8 | 1 | 6 |

هن نقش جي ٽن خانن کي جنهن بہ پاسي کان توڙي اُريب ۾ ڳڻڻ سان عدد 15 ٿيندو. اهڙي قسم جي نقش يا خاڪي کي جدول چيو ويندو آهي. سائنسي علم ۾ ڪيميائي مرڪبن جي نقشي کي پڻ جدول چيو ويندو آهي، خاص طور ڪيمسٽري جي مضمون ۾ جدول ۾ باقائدي پڙهائڻ سان گڏ شاگردن کي ناهڻ پڻ سيکاري وڃي ٿي.

**جدون:** ڪن محققن جي راءِ آهي تہ جدون (گدون) جادوبنسي ڪل مان جادم راجپوت جو اولاد آهن. يارهن سئو ق.م برصغير کان لڏي وڃي ڪابل ۾ ويٺا ۽ پٺاڻن سان ملي جُلي پٺاڻ سڏجڻ لڳا. سندن دعويٰ آهي تہ هو غورغسٽ جي پوٽي سرهنگ جي نسل مان آهن. جيڪو چيچ جبل ۾ رهندو هو.

**جده:** جدو/ جده ڳاڙهي سمنڊ جي ڪناري تي سعودي عرب جو هڪ بندرگاهہ آهي، جيڪو روڊ رستي مڪي مڪرمہ سان ڳنڍيل آهي. گهڻن



عرب عالمن ۽ جاگرافيدانن جو چوڻ آهي تہ شهر جو اصل نالو 'جدة' آهي. ڪن عالمن جي دعويٰ آهي تہ هتي حضرت بيبي حوا جو مقبرو هو جيڪو شهر کان گهڻو پري نہ هو انهيءَ لحاظ سان شهر کي جده معنيٰ 'ڏاڏي' چيو ويو اسلام کان ڪي صديون اڳ آباد هو پر ان جي حقيقي اهميت جو آغاز تڏهن ٿيو جڏهن 26هہ/646ع ۾ حضرت عثمان رض، ڏکڻ طرف واري پراڻي بندر گاهہ الشعيبة جي جاءِ تي جده کي مڪي جو بندرگاهہ قرار ڏنو ان بعد اسلامي دنيا جو قبلو ۽ مرڪز هئڻ جي ڪري مڪو عظيم شهر بنجي ويو جنهن جو سامان مصر ۽ هندستان کان اچڻ لڳو چوٿين ۽ پنجين صدي هجريءَ ۾ بندر جي آمدنيءَ جو ذريعو حاجين کان وصول ٿيندڙ ٽئڪس هو ان وقت شهر ۾ ديوار ڏنل ڪا نہ هئي. هتي مڪي جو هڪڙو غلام حڪمران هو جنهن جو ڪم محصول جي وصولي هو ابن جبير هڪ صدي پوءِ هن شهر جو احوال هن طرح لکيو: هتي ڪکن ڪانن جون جهڳيون، پٿر جون سرائون (مسافر خانا) ۽ مسجدون هيون. عباسي خلافت جي زوال بعد جيڪا تجارت بصري جي وسيلي ٿيندي هئي، اها پوءِ جدي مان ٿيڻ لڳي. بحري جهاز مصر مان سون، معدنيات ۽ يورپ مان اوني ڪپڙو کڻي انهن جهازن سان گڏبا هئا جيڪي هندستان مان خوشبو عطر رنگ، چانور، کنڊ، چانهہ، اناج ۽ قيمتي پٿر کڻي ايندا هئا. 908هہ/1502ع ۾ جڏهن پورچوگيزين جي اوپر سمنڊن ۾ آمد شروع ٿي ۽ هنن مسلمان جهاز رانن تي حملا ڪيا تہ جدي جي بندرگاهہ لاءِ گهڻو خطرو پيدا ٿي ويو جنهن جو مقابلو ملڪي حڪمرانن ۽ عثماني خليفن وڏي جرئت سان ڪيو. ان وقت جي گورنر حسين الڪروي 917هہ/1511ع ۾ هن شهر جي چوڌاري هڪ قلعو تعمير ڪرايو. 948هہ/1541ع ۾ جدي تي قبضي ڪرڻ جي آخري ناڪام ڪوشش ڪئي، جنهن جو شريف ابونميءَ مقابلو ڪيو. سلطان سليمان هن ڪامياب دفاع جي صلي ۾ هن کي جدي مان وصول ٿيندڙ رقم جو اڌ حصو ڏنو جدي جي تاريخ ۾ يارهين ۽ ٻارهين صدي هجري/ سترهين ۽ ارڙهين صدي عيسويءَ تائين ڪو بہ اهم واقعو پيش نہ آيو پر تيرهين صدي هجري/ اوڻهين صدي عيسويءَ ۾ جدي کي ڪيترن ئي انقلابن مان لنگهڻو پيو 1217هہ/ 1803ع ۾ وهابي شريف غالب کي قيد ڪرڻ بعد شهر تي قبضو نہ ڪري سگهيا، نيٺ شريف غالب، پنهنجا هٿيار ڦٽا ڪيا. 1226هہ/1811ع تائين جدي تي وهابين جو قبضو رهيو ايستائين جو محمد علي پاشا جدي تي عثماني حڪومت قائم ڪئي. 3 ذوالقعد 1274هہ/ 15 جون 1858ع ۾ جدي ۾ هڪ هنگامو ٿيو جنهن ۾ ڪيترائي ماڻهو مارجي ويا، جن ۾ غير ملڪي بہ شامل هئا. 1334هہ/ 1916ع ۾ جڏهن شريف حسين عربن جي خودمختياريءَ جو اعلان ڪيو تہ جدو پهريون شهر هو جنهن تي سندس قبضو ٿيو ربيع الاول 1343هہ/ آڪٽوبر 1924ع ۾ سعودين جڏهن مڪي تي قبضو ڪيو تہ پوءِ جدو علي بن الحسين جي حڪومت جو گاديءَ هنڌ بنجي ويو انهيءَ دوران شريفن ۽ وهابين جي وچ ۾ اقتدار جي ويڙهہ لاءِ جدو مرڪز بڻيل هو جمادي الثاني 1344هہ/ جنوري 1925ع کان لڳاتار هڪ سال تائين وهابي فوجين شهر جو گهيرو ڪيو آخرڪار جمادي الثاني 1343هہ/ڊسمبر 1925ع ۾ جدي تي وهابين جو مڪمل قبضو ٿي ويو 1345هہ/1927ع ۾ عبدالعزيز بن سعود ۽ گلبرٽ ڪلٽين جدي ۾ گڏيل ملاقات ڪئي، جنهن مطابق برطانيا، سعودي حڪومت جي آزاديءَ کي تسليم ڪيو انتظامي طور تي هينئر هتي هڪ قائم مقام گورنر حڪومت ڪندو آهي، جيڪو

مڪي جي گورنر جي ماتحت هوندو آهي. شهر جي هڪ چونڊيل ميونسپل ڪميٽي آهي. هي جنگ عظيم کان پوءِ جدي جي تجارت گهڻي ترقي ڪئي آهي. 1946-1947ع ۾ شهر ۾ موجود قلعي کي ڪيرايو ويو ۽ شهر کي ٽن طرفن ۾ وڌايو ويو. جده جي وڏين وڏين عمارتن ۾ ڪسٽم هائوس، ميونسپالٽيءَ جي آفيس ۽ حڪومت جا دفتر وغيره شامل آهن. شهر جي ڏکڻ طرف واري ڪناري تي هڪ جديد طرز جو بندر گاهه آهي، جنهن ۾ ٻن نشستن وارو هڪ هزار ٽي سئو فوٽ ڊگهو پليٽ فارم آهي. هن بندرگاهه تي اٺ لک ٽن ساليانيِ حساب سان تجارت جو سامان لاٿو ۽ چاڙهيو ويندو آهي. شهر ۾ هڪ صحت جو مرڪز هڪ ميڊيڪل يونيورسٽيءَ ۽ دارالحجاج موجود آهن. جن مان هڪ ايئرپورٽ جي پرم ۽ ٻيو بندرگاهه جي پرم آهي، جدي ۾ حاجين لاءِ سرڪاري هوائي اڏو ۽ بحري هوائي اڏو آهن، جتي هو مڪي وڃڻ لاءِ لهندا آهن. هتي گهٽيون ئي صنعتون آهن، جن ۾: "سيمينٽ ۽ سنگ مرمر جا ڪيترائي ڪارخانا قائم آهن". هتي جي آبادي 10 لکن کان وڌيڪ آهي.

**جديد انسان جو مذهب** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب برطانيا جي جڳ مشهور تعليمي ۽ نفسياتي ماهر ڊاڪٽر جيمس هيمنگ جي لکيل ڪتاب " Instead of God" جو سنڌي ترجمو آهي، جيڪو 'ضمير' نالي ليکڪ ڪيو آهي. هيءُ ڪتاب انسان، زندگيءَ، ڌرتيءَ ۽ ڪائنات متعلق هڪ جديد، غير مذهبي ۽ سائنسي موضوعن وارو نقطه نظر پيش ڪري ٿو ۽ هن وقت تائين ڪيل سائنسي تحقيقن جو نچوڙ ڏئي ٿو. ڪائنات جي وسعت ۽ ان ۾ انسان جي حيثيت (انسان جي ارتقا سميت) انسان جي سياءِ جي منفي ۽ مثبت پاسن جي سائنسي ڇنڊڇاڻ، عورتن سان اڻبرابري واري سلوڪ جو مذهبي روپ، مذهبن جو ڪردار، انساني شعور جا قسم، ڌرتيءَ جي سار سنڀال ۽ ٻيا موضوع شامل آهن. 200 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 130 روپيا آهي. هن ڪتاب کي 'ڊاهپ بوڪ سيريز سانگهڙ' ڇاپيو آهي.

**جديد سنڌي ڪهاڻي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ترقي پسند ليکڪ رئوف نظاماڻيءَ جو لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ شامل چوڏهن مضمونن سان ڪهاڻيءَ جي فن ۽ ان جي سمجهڻ ۽ ان جي تجزيي تي تفصيلي بحث ٿيل آهي. هن مجموعي جي پهرئين مضمون 'سنڌي ڪهاڻيءَ جو پس منظر' ۾ ڪهاڻيءَ جي فن ۽ فڪر جي ارتقا جو مختصر جائزو ورتو ويو آهي، ٻئي مضمون مختصر ڪهاڻي ۾ تبديليءَ لاءِ جاکوڙ ۾ ليکڪ انهيءَ نتيجي تي پهچي ٿو ته سنڌي سماج ۾ تبديلي هر سطح تي جاري آهي. ڪو به سجاڻ ماڻهو انهيءَ کان پاسو ڪري نٿو سگهي. مضمونن جي هن مجموعي ۾ شامل مختلف مضمونن ۾ مجموعي طور تي 118 ڪهاڻين، هڪ ناوليٽ ۽ هڪ ناول تي مضمون نگار پنهنجي جائزي سان گڏ پنهنجي راءِ جو اظهار ڪيو آهي. هن ڪتاب جو انتساب ڊاڪٽر فيروز احمد جي نالي ٿيل آهي. ڪتاب جو مهاڳ ناميارِي ليکڪ ۽ نقاد رلي رام ولڀ لکيو آهي. 102




صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 100 روپيا آهي، جنهن کي انڊس پبلشرز ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

**جديد سياست جا نَوَ رتن** (ڪتاب): 'جديد سياست جا نَوَ رتن' ڪتاب نامور سياستدان، عالم ۽ جديد قومپرستيءَ جي باني، جي. ايم. سيد جي تصنيف ڪيل اهم ڪتابن مان هڪ آهي. هِن ڪتاب ۾ جي. ايم. سيد، برصغير جي نَوَن (9) مکيه سياسي رهنمائن- ڊاڪٽر ايني بيسنٽ، مهاتما موهنداس ڪرمچند گانڌي، پنڊت جواهر لعل نهرو، مولانا ابوالڪلام آزاد، سردار ولڀ ڀائي پٽيل، سر سيد احمد خان، مولانا محمد علي جوهر، علامه شيخ محمد اقبال ۽ قائداعظم محمد علي جناح جي شخصي زندگين، مذهبي، سياسي ڪردار ۽ سياسي نظرين جو غير جانبدارانه ۽ تنقيدي جائزو ورتو ويو آهي. هن ڪتاب ۾ ڄاڻايل رهنمائن بابت سند وارو مواد شامل آهي.



ڪتاب جو انتساب، جي. ايم. سيد پنهنجي سياسي رفيق ۽ دوست بزرگ سيد حسن بخش شاهه محرابپور (سڪرنڊ) واري جي نالي ڪيو آهي.

پس لفظ ۾ جي. ايم. سيد لکيو آهي ته: "گذشته مني صديءَ ۾ هن برصغير ۾ سوين قومي ڪارڪن، مذهبي ۽ سماجي سڌارڪ ۽ سياستدان ٿي گذريا آهن، جن ملڪ ۽ ماڻهن جي خدمت ۾ عمريون صرف ڪري ڇڏيون ۽ ڪشٽ ڪاٽيا. ليڪن انهن سڀني ۾ هتي بيان ڪيل بزرگن جا ڪارناما خاص اهميت وارا آهن. انهن جي ئي سياسي نظرين، ڪارگذارين ۽ پاليسين، ملڪي سياست تي گهڻو اثر ڪيو ۽ اڄ تائين ملڪي سياست انهن جي ايجاد ڪيل سياسي نظرين ۽ عروج ڪيل پاليسين کان ٻاهر نڪري نه سگهي آهي. انهن کي برصغير جي سياسي آسمان جا چمڪندڙ ستارا سڏجي ته وڌاءُ نه ٿيندو."

ڊيمي سائيز جي 212 صفحن جي هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو، جون 1967ع ۾ نور محمد پليجي، حيدري پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان ڇپائي، ٻني، سنڌ مان پڌرو ڪيو ۽ اُن جي قيمت ٽي روپيا هئي. هن ڪتاب تي ايوبي مارشل لا دوران بندش پئجي وئي. هن ڪتاب جا ٽي ڇاپا جي. ايم. سيد اڪيڊمي سن ڀاران 1984، 1992 ۽ 1997ع ۾ ڇپايا ويا، پهرين ڇاپي جي قيمت ٽي روپيا، ٻئي ڇاپي جي قيمت 80 روپيا ۽ ٽئين ڇاپي جي قيمت 100 روپيا رکيل آهي.




**جديد عالمي سياست** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌ جي مفڪر دانشور ۽ سياسي رهنما جي. ايم. سيد لکيو آهي. هن ڪتاب کي 9 فصلن ۾ ورهايو ويو آهي. ڪتاب جي پيش لفظ ۾ مصنف، اسلامزم، ڪميونزم، فاشزم، جمهوريت جي حقيقتن کي چٽو ڪيو آهي. هن ڪتاب جي فصل پهرين ۾ اوائلي تشريح، فصل

ٿئي ۾ جرمني، هٽلر، جنرل گوئرنگ، جنرل گوبلس، ڊاڪٽر شاخت، فصل ٽئين ۾ اٽليءَ جي مسوليني، فصل چوٿين ۾ انگلينڊ جي سرونسٽن چرچل، سوويت يونين، جوزف اسٽالن، فصل ڇهين ۽ ستين ۾ فرانس جي ڊاڊليئش، اسپين جي جنرل فرئنڪو فصل اٺين ۾ چين جي چيانگ ڪائي شيڪ ۽ مائوزي تنگ ۽ فصل نائين ۾ جنگ جو احوال ۽ ٻيا مضمون شامل آهن. 100 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 4 روپيا آهي ۽ هيءَ ڪتاب سنڌي اديبن جي ڪوآپريٽو سوسائٽيءَ شايع ڪرايو آهي.

**جديد قومي ۽ بين القومي نظام** (ڪتاب): ناميارياري ليکڪ ۽ دانشور خاڪي جويي جي هن ڪتاب ۾ جديد قومي ۽ بين القومي دنيا جي مستقبل جو سائنسي تجزيو ۽ نقطہ نظر بيان ڪيل آهي. ڪتاب ۾ سنڌ جي قومي سوال ۽ سنڌ جي مستقبل تي پڻ جديد سائنسي انداز ۾ بحث ٿيل آهي. ڪتاب ۾ سوشلزم، ڪميونزم، سرمائيداري ۽ جاگيرداريءَ سميت چين، ويتنام ۽ ٻين قومن جي انقلاب جا تفصيل پڻ ڏنل آهن. ان ڪانسواءِ قومپرستي ۽ حب الوطنيءَ جي نقطي تي پڻ تفصيلي ڳالهہ ٻولهہ ٿيل آهي. 2007ع ۾ ساجاهہ پبلڪيشن طرفان پڌري ڪيل هن ڪتاب ۾ جدليات، گروهي فرقي وار فطرت سان گڏ سوويت يونين جي ڊهڻ تي بہ گهرائيءَ سان بحث ٿيل آهي. ڪتاب جي آخري صفحي تي ليکڪ پاران سائين جي. ايم. سيد، لينن، ميخائل گورباچوف، انتظار حسين زيدي، اسٽالن، هيگل، عبدالواحد آريسر سميت دنيا جي مختلف ڏاهن، دانشور، قومي اڳواڻن ۽ اديبن جا حوالا ڏنا ويا آهن. ڪتاب جو انتساب پروفيسر عبدالله مگسيءَ جي نالي آهي. ڊيمي سائيز ڪچي جلد ۽ 174 صفحن واري هن ڪتاب جي قيمت 100 رپيا ڇاپيل آهي.




**جڊيجا اجئہ/ جاڙيجا اجئہ**: ڀارت جي اڳوڻي ڪرڪيٽر اجئہ جڊيجا، گجرات جي هڪ ڳوٺ جمناگر جي راجپوت گهراڻي ۾، 1 فيبروري 1971ع تي جنم ورتو سندس پيءُ جو نالو دولت سنگهہ جڊيجا آهي. سندس شادي آزاد ڄمون ڪشمير جي اڳوڻي چيف سيڪريٽري، اشوڪ جيٽلي جي ڌيءَ اديتي جيٽلي سان ٿيل آهي. اجئہ جڊيجا هندستان جي ڪرڪيٽ ٽيم ۾ 1992ع کان 2000ع تائين رهيو. هن 15 ٽيسٽ ۽ 196 هڪ ڏينهن واريون بين الاقوامي ڪرڪيٽ مئچون کيڏيون. هيءَ هندستان جي ڪرڪيٽ ٽيم ۾ بهترين فيلڊر طور سڃاتو ويندو هو اجئہ هڪ يادگار اننگ کيڏي، جيڪا ڪرڪيٽ جا شوقين ڪڏهن بہ وساري نٿا سگهن، اها اننگ هن پاڪستان خلاف 1996ع واري ڪوارٽر فائنل ۾ کيڏي. هن 25 بالن تي 45 رنسون ٺاهيون ۽ وقار يونس جي آخري ٻن اوورن ۾ 40 رنسون ورتيون، جنهن سان ڀارت هڪ وڏي اسڪور ٺاهڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو اجئہ جڊيجا 13 بين الاقوامي مئچن ۾ هندستان جي ڪرڪيٽ ٽيم جي اڳواڻي بہ ڪئي. جڊيجا جا ڪرڪيٽ جي دنيا ۾ ڪارناما سندس 5 سال ڪرڪيٽ جي پابنديءَ سبب ڪجهہ ڌنڌلا ٿي ويا آهن. ڇاڪاڻ تہ مٿس مئچ فڪسنگ جا الزام هئا. اهي الزام دهليءَ جي هاءِ ڪورٽ 2003ع ۾ ختم ڪيا ۽ هن کي ٻيهر ڪرڪيٽ کيڏڻ لاءِ اهل قرار ڏنو اجڪلهہ جڊيجا راجستان جي ٽيم جو ڪوچ ۽ ڪرڪيٽ ڪامينٽيٽر آهي. اجئہ جڊيجا، 2003ع ۾ هندستان جي هڪ اردو فلم ۾ سنيل شيٽيءَ سان پنهنجي اداڪاريءَ جا جوهر بہ ڏيکاري چڪو آهي.



**جڏهن اُلا اُڀ ۾** (ڪتاب): نامور شاعر آثر نائڻ شاهيءَ جي شاعريءَ جو هي پهريون ڪتاب آهي، جيڪو هن "اڄڻ واري ايڪيهين صديءَ کي اٿل ارادن پاران" ارپيو آهي. هي شعري مجموعو سجائي اشاعت گهر دڙي پاران آگسٽ 1994ع ۾ ڇپيو ويو آهي. 'جڏهن اُلا اُڀ ۾' جو طويل مهاڳ نئين ٿهيءَ جي شاعر نصير مرزا لکيو آهي، جڏهن تہ 'پهريون ڪتاب' عنوان سان شاعر پنهنجي شعري سفر تي خيال آرائي ڪندي لکيو آهي تہ: "مان 1962ع کان باقاعدي شاعريءَ جي ميدان ۾ آهيان. تڏهن جواني بہ هئي، مُنهن تي رونق بہ هئي. چپن تي مرڪون بہ هيون، اکين ۾ چمڪ بہ هئي. وار ڪارا هئا. صورت گهٽي سهٽي نہ هئي تہ ڊولائتي هئي. شاعري بہ ڊاڪ ويهاريندي پئي وئي... اڄ جڏهن جسماني طرح مون ۾ تبديليون پيدا ٿي چڪيون آهن، ڏاڙهي، مٿو اڇو ٿي ويو آهي، چهري تي ڪيترن قسمن جا اڻ وڻندڙ ڦڙا ۽ ٽڪا اُڀري آيا آهن. ٻن ٽن اکاين جي اشڪنجي ۾ آيل آهيان. تڏهن ڪجهہ جوان جاڳيا آهن ۽ منهنجو هي ننڍڙو پهريون ڪتاب 'جڏهن اُلا اُڀ ۾' جي نالي سان سنڌ واسين جي سدورن هٿن ۾ پهچي رهيو آهي." ڪتاب ۾ غزل، وايون، نظم ۽ آزاد نظم آهن. ڊيمي سائيز جي 51 صفحن جي هن ڪتاب جي قيمت 50 روپيا آهي.




**جڏهن پرين ڪري ٿو پنڌ** (ڪتاب): سماجهي سنت ۽ روحاني اڳواڻ، دادا جشن واسواڻيءَ جي سوانح بابت نامياري ليکڪا ريٽا شهاڻيءَ جو لکيل هي ڪتاب، عام سوانحي ڪتابن کان مختلف آهي. هن سوانحي ڪتاب لکڻ لاءِ ريٽا شهاڻيءَ جيڪا ٻولي ۽ جيڪو اسلوب اختيار ڪيو آهي. ان ۾ عقيدت ۽ احترام تہ شامل آهي، پراُها ٻولي ۽ اسلوب بيانيہ نہ پر تخليقي ۽ افسانوي بہ آهي، جنهن ۾ حقيقتون وڻندڙ ۽ حسين لڳن ٿيون. هن جيونيءَ (سوانح) ۾ ڪلهہ جي ٻارَ جشن جو اڄ جي روحاني اڳواڻ دادا جشن واسواڻيءَ تائين وارو سفر نهايت سهڻي انداز ۾ بيان ڪيو ويو ڪتاب کي جدا جدا ڀاڱن ۾ ورهايو ويو آهي. پهرئين ڀاڱي ۾ ذيلي عنوان: دادا، ڪالهہ ۽ اڄ، پريوار (خاندان) جو پسمنظر ڌرم ڇا آهي؟، فقيرن سان سمپرڪ (لاڳاپو)، عقل ۽ روح جي راند- ڪنهن ڪتيس خود ڪلامي (دادا جي زباني)-1، ڀڳتي مارگ روحاني



راھ جون رڪاوٽون، ايم. ايس. سي ڊگري، پريڪٽشائون- آزمائشون، پهرين تقرير- اڄ ۽ ڪالھ، ميران تعليمي موومينٽ جي اسٽاپنا (سنڌ ۾)، ميران موومينٽ (هند ۾)، خود ڪلامي (دادا زباني)- 2، پرنسپالشپ وارو سمو خود ڪلامي (دادا زباني)-3، هڪ سپنو شامل آهن.

هٿي پاڳي جي ذيلي عنوانن ۾ پوجيہ دادا جشن واسواڻي، وديشي ياترائون، دادا جشن جيئن مون ڏٺو 1-2، هلو تہ آڪاش ويڪون، سنڌڙي جيءَ جنڊڙي، اسين سڀ هڪ آهيون، سنڌ جي ياترا، خودڪلامي (دادا جي زباني)-4، شهر حيدرآباد جو اڳوڻو ميران اسڪول، روح رهاڻ جي سرهاڻ، سنڌي روح رهاڻ، ڪراچيءَ ۾، دادا جا نوان پستڪ، سنڌي ٻولي ۽ سنسڪرتيءَ جي وڪاس جا اُدم وغيره.

هي ڪتاب ڊيمي سائيز جي 210 صفحن تي مشتمل آهي، جيڪو آگسٽ 2008ع ۾ گيتا پبلشنگ هائوس، ساڌو واسواڻي مشن، پوني پاران شايع ٿيو آهي. خوبصورت چئن رنگن جي ٽائيٽل واري هن ڪتاب جي قيمت 75 روپيا آهي.

**جڏهن مان نہ هوندس** (ڪتاب): هن ڪتاب ۾ امر جليل جون ڪُل چوڏهن ڪهاڻيون شامل آهن، جن ۾ ’سرمارٽيمر ويلر ۽ قلندر‘، ’منهنجي دل- موهن جو دڙو‘، ’سچل سرمست Trouble ۾‘، ’خوني رت‘، ’راهون جدا جدا‘، ’عظمت جو ثبوت‘، ’لهندڙ سج ۽ وڌندڙ پاڇا‘، ’چريت ۽ قلفي‘، ’جلاوطن‘، ’پلصراط‘، ’ساجن منهنجو دوست‘ ۽ ’جڏهن مان نہ هوندس‘ شامل آهن. هي ڪتاب 198 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن جي قيمت 100 رپيا آهي ۽ روشني پبلڪيشن، ڪنڊيارو شايع ڪرايو آهي. هن ڪتاب جو انتساب سنڌي ادب جي عظيم ترقي پسند مخزن ’روح رهاڻ‘ جي نالي ڪيو ويو آهي. هي ڪتاب جو نائون ڇاپو آهي، جيڪو 1999ع ۾ ڇپيو.




**جذام/ڪوڙھ** (Leprosy): ڪوڙھ بہ ٻين بيمارين جهڙوڪ سلھ، مدي جي بخار، ڪالرا وغيره وانگر هڪ بيماري آهي، ڪوڙھ جي بيماري هڪ خاص قسم جي جيوڙي مائوڪو بيڪٽريم ليپري (Mycobactrium Leprae) سبب ٿئي ٿي. هي جيوڙو ناروي جي ڊاڪٽر هينسن 1871ع ۾ ڳولي لڌو، ان لحاظ کان هن جيوڙي کي هينسن بيسليس (H. Bacillis) سڏيو ۽ هن مرض کي هينسي مرض بہ سڏيو ويندو آهي. هن مرض جا جيوڙا شڪل شباهت ۾ سلھ جي جيوڙي سان ڪجھ مشابهت رکن ٿا.

**نشانيون:** ڪوڙھ جو حملو چمڙي ۽ تنتن تي ٿيندو آهي. حملي جي شروعات ۾ عام طور تي چمڙي جي رنگ کان هلڪو اڇو ۽ ڳاڙهسرو هوندو آهي، جنهن ۾ ڪنهن بہ قسم جي خارش ۽ سور نہ ٿيندو آهي. اهو ئي سبب آهي جو شروعات ۾ مريض اهڙي داغ ڏانهن ڪو بہ خيال نہ ڏيندو آهي، جيڪو پوءِ آهستي آهستي وڌي ويندو آهي. ان داغ واري هنڌ جي هيٺين چمڙي بي حس ٿي ويندي آهي، اهڙي طرح داغ ۾ جيڪڏهن سئي هڻئي وڃي تہ مريض کي ان جو احساس نہ ٿيندو آهي. اهڙا داغ جسم جي ڪنهن بہ حصي تي ٿي سگهن ٿا. جڏهن تہ اهي داغ گهڻو ڪري منهن، ٻانهن ۽ ٽنگن جي مٿين حصن پٺي ۽ چتڙن تي ٿيندا آهن. ڪڏهن ڪڏهن ٺونٺ جي پرسان وارين تنتن (ULner Nerves) يا گوڏي جي پر وارين تنتن (Politial Nerves) ۾ سخت سور ٿي پوندو آهي، اهي تنتون پنهنجي اصلي حالت کان وڌيڪ ٿلهيون ٿي ويندون آهن ۽ ڪين ڇهڻ سان سور جي شدت ۾ واڌارو ايندو آهي. ٽئين صورت اها بہ ٿي سگهي ٿي تہ جسم تي بظاهر ڪو بہ داغ نظر نہ ايندو آهي، پر مريض جي چمڙي سرخي مائل ٿلهي ٿي ويندي آهي.



**قسم:** ڪوڙھ جي بيماريءَ جا بہ قسم آهن:

**وچڙندڙ** (Infectious): هي قسم هڪ مريض کان ٻئي مريض کي لڳي سگهي ٿو.

**اڻ وچڙندڙ** (Non-Infectious) : جيڪو هڪ مريض کان ٻئي ماڻهوءَ کي وچڙي نٿو سگهي.

وچڙندڙ ڪوڙھ جو مريض جيڪڏهن ٽن مهينن کان ڇهن مهينن تائين لڳاتار دوا استعمال ڪندو رهي تہ ان جو مرض اڻ وچڙندڙ ٿي ويندو. جيڪو بيماريءَ جي قسم ۽ نوعيت جي لحاظ کان مختلف ٿي سگهي ٿو.

جڏهن ڪو ماڻهو وچڙندڙ قسم جي ڪوڙھ واري مريض سان گڏ رهندو هو تہ ان جي مرض جا جيوڙا ٻئي ماڻهن جي جسم ۾ ننڍن ڦٽن، زخمن ۽ رهڻن وسيلي سنڌس جسم ۾ داخل ٿي سگهن ٿا. وچڙندڙ قسم جي مريض جي ڪنگهڻ، نڇن ۽ ڇڪن ذريعي هن مرض جا جيوڙا صحتمند انسان جي جسم ۾ داخل ٿي بيماري پيدا ڪري سگهن ٿا. ڪوڙھ جي جيوڙن جو حملو گهڻو ڪري کل ۽ کل جي هيٺيان موجود تنتن تي هوندو آهي.

**جذبات پبليڪيشن:** جذبات پبليڪيشن شڪارپور جي مشهور صحافي فقير خير محمد طيباڻيءَ قائم ڪئي هئي. هن پبلڪيشن پاران ’نذرانہ بسمل‘ جي نالي سان شيخ نظر محمد ’بسمل‘ جي شاعريءَ جو ڪتاب شايع ڪرايو ويو هو. جنهن ۾ ڪجھ شعر فقير خير محمد طيباڻي جا بہ شامل ڪيل آهن.

**جر:** جر بلوچ آهن، جن کي ’جرسوڏا‘ بہ چوندا آهن. جر جي معنيٰ ڪپڙو ۽ سوڏا جي معنيٰ آهي ڌوئڻ يعني بلوچن ۾ ڌوٻي ذات وارن کي جر بہ چيو ويندو آهي. جر اصل لفظ ’جل‘ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي نير. جر جکراڻي- بلوچن جي هڪ پاڙي جو بہ نالو آهي.

**جراثيم**: هيءُ لفظ فارسي ٻوليءَ مان ورتل آهي، جنهن جو مفهوم اهي ننڍڙا جيوڙا جيڪي عام طرح نظر نہ ايندا آهن. فقط خوردبينيءَ سان ڏسي سگهبا آهن. جراثيم، نامياتي جسم آهن، جيڪي جيوگهرڙن تي مشتمل هوندا آهن. خوردبينيءَ سان ئي ڏسي سگهبا آهن. ڪي اهڙا بہ آهن، جيڪي خوردبينيءَ سان بہ ڏسڻ ۾ نہ ايندا آهن. اهي مختلف جسم رکندا آهن ۽ انهن جون شڪليون بہ هڪ ٻئي کان ڪافي مختلف هونديون آهن. اهي انسان جي جسم ۾ داخل ٿي بيماريون پيدا ڪندا آهن.

جراثيم ٽن مختلف گروهن ۾ ورهايل آهن. جراثيم جياپي لاءِ هوا مان نائٽروجن ۽ ڪاربن ڊاءِ آڪسائيڊ جذب ڪندا رهندا آهن. پاڻيٺ جي صورت ۾ واڌ ويجهہ ڪندا آهن ۽ خشڪيءَ سان ختم ٿيندا آهن. روشني بہ انهن کي ماريندي آهي. جراثيم نباتاتي يا ٻوٽن جي پيداوار آهن ۽ ٻوٽن جي گهرڙن مان پيدا ٿين ٿا. اهي هر هنڌ، هوا، مٽيءَ ۽ ٻين جاندارن جي جسم ۾ موجود هوندا آهن. اهي بئڪٽيريا نقصانڪار آهن. ٻوٽن ۽ جانورن جي جسمن ۾ زهريلا مادا پيدا ڪري مختلف بيمارين جو ڪارڻ بڻبا آهن. ڪي بئڪٽيريا ڪارائتا هوندا آهن جيڪي کير مان ڏئونرو، سرڪو ۽ پنير ٺاهڻ ۾ مدد ڏيندا آهن. ڪي بئڪٽيريا هوا ۾ موجود نائٽروجن ڪٺي مٽيءَ ۾ ملائي ٻوٽن ۽ جانورن کي مهيا ڪندا آهن. بئڪٽريا، نمونيا، مدي جي تپ، سلهہ، ڪالرا، ڦٽن ۽ ڦرڙين ۾ پونءِ وغيره پيدا ڪندا آهن. بئڪٽيريا ۾ نسل جي افزائش جو طريقو بائنري فشن (Binary Fission) سان ٿيندو آهي. بئڪٽيريا 20 کان 25 منٽن ۾ هڪ مان ٻن ۾ ورهائجي ٿو ۽ انهي رفتار سان ٿوري عرصي ۾ ايترا تہ بئڪٽيريا ٿهي پون ٿا، جو انهن جو مجموعي تعداد هن وايو منڊل کان بہ وڌي وڃي ٿو. هي پنهنجي مٿان هڪ ٿلهو ڪوپو يا خول ٺاهيندا آهن جنهن کي اسپور (Spore) چوندا آهن. اهڙيءَ طرح هي سخت گرمي ۽ سردي کان محفوظ رهن ٿا. سازگار حالتون اچڻ تي اسپور مان نڪري وري معمول مطابق زندگي گذارڻ ۽ افزائش ڪرڻ شروع ڪندا آهن. انهيءَ ڪري تمام ضروري آهي تہ جيڪي جانور انهن بيمارين ڪري مري ويا هجن، انهن جو پوسٽ مارٽم نہ ڪرڻ گهرجي، ڇاڪاڻ جو ڪروڙين بئڪٽيريا اسپور ٺاهي زمين تي رهي ۽ بيماري جو ڪارڻ بڻبا آهن.

**جراره/ جرارو وڇون**: هي وڇون فقط ڪاڇي جي جابلو ايراضيءَ ۽ لاڙ جي ڪن علائقن ۾ ٿيندو آهي. هي خطرناڪ قسم جو وڇون آهي ۽ تقريباً پنج انچ ڊگهو هوندو آهي. زمين تي پيچ گهلي هلندو آهي. هن وڇونءَ جي ڏنگ ۾ اهڙو تيز زهر هوندو آهي، جو جنهن ماڻهوءَ کي ڏنگ لڳندو آهي، اهو پنجن ستن منٽن ۾ مري ويندو آهي.

**جراڙي**: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

شمس الدين، مريد هنگورو جراڙي، محمد خان رند ۽ حاجي عبدالله هنگورو.

**جربوشو**: هي پوشاڪ جو هڪ قسم آهي. سنڌ ۾ بلوچ قبيلا خاص ڪري اها پوشاڪ ڪنوار لاءِ جوڙيندا آهن. ڳوٺ پاران پڙي ۾ 'جربوشو' لازمي آندو ويندو آهي ۽ ڪنوار کي وهانءَ رات اسر ويل پارائيندا آهن ۽ اهو نيڪيٽيءَ کان پوءِ گهوٽيتن ۾ وڃي تبديل ڪيو ويندو آهي. جربوشي ۾ سٽڻ ڳاڙهي، پيلي يا سائي تندن واري سوسيءَ جي ٿئي. سٽڻ کي عورتون سڀڻ وقت ڪينچي ڪو نہ وجهن. پانچا رڳو ڪاري ۽ سائي ڌاڳي سان مڙهين. ڪنجرد کي پليءَ کان ڪشا ٿين. ٻانهون ٺونٺ کان مٿي ۽ دامن گوڏن تائين ٿئي. ڳچيءَ کان سڌو چيريل ۽ گلي وٽان سائو ڪپڙو اڳيان گج وانگر لڳل ٿئي، جنهن تي ڳاڙهي سُٽَ يا ريشم سان ٽانڪن تي ڀرت ڀريل ٿئي. ڪڙا ٻيڙا ڪو نہ ٿين، رڳو اڳيان ڳاٽيءَ وٽان ڪشا ٿين. ڪنجري جو رنگ ڳاڙهو حلواڻ جهڙو ٿئي. مٿي تي اوڍڻ لاءِ بافتي يا هرک جو ٻانڌڻو ٿئي. ٻانڌڻي تي مُهڙ کان پائوليون يا چمڪٽيون لڳل ٿين. جربوشي سان گڏ ٽوئنڙن واريون چوٽيون ٿين. جربوشي ۾ اڳٽ جي جاءِ تي سيج جي پٽي ڦاڙي اها ابداڻي ۾ وجهن.

**جر ترتک تنوار** (ڪتاب): هي ڪتاب ناميارن ليکڪن شمشير الحيدري ۽ انور هالائيءَ ترتيب ڏنو آهي، جنهن ۾ 1978ع ۾ سگا پاران سڏايل لطيف ڪانفرنس ۾ پڙهيل مقالا شامل آهن، هي مقالا سنڌي ۽ اردو زبانن ۾ احمد فقير ڪيريي، ثريا سوز ڏيپلائي، ڊاڪٽر نسرين لطيف، معمور يوسفاڻي، تاج جويي، غضنفر مهدي، پريشان خٽڪ، آفاق صديقي ۽ ٻين جا آهن. 140 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 12 روپيا آهي. هي ڪتاب 1979ع ۾ سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن ڪراچيءَ ڇپائي پڌرو ڪيو.




**جرح و تعديل**: علم حديث ۽ فقہ جو هڪ اصطلاح، جرح جي معنيٰ آهي: تنقيد ڪرڻ، عيب ڪڍڻ ۽ تعديل جي معنيٰ آهي سچو ۽ قابل اعتبار ثابت ڪرڻ. علم حديث جي اصطلاح ۾ هن جي معنيٰ آهي: حديث جي راوين جي معتبر ۽ غير معتبر هجڻ جي تحقيق ڪرڻ، فقہ جي اصطلاح ۾ هن جي معنيٰ آهي: اعتبار جوڳين ۽ غير معتبر روايتن بابت چنڊ ڇاڻ ڪرڻ. حديث جي راوين جي پرک نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جي زماني کان ئي شروع ٿي چڪي هئي، پر ان کي فن جي صورت پوءِ ملي. حديث جي هن فن ۾ جن خدمتون سرانجام ڏنيون، تن ۾ اهل بيت ڪرام، حضرت جابر بن عبدالله الانصاري، حضرت ابن عباس، انس بن مالڪ، شعبي ابن سيرين، امام مالڪ، ابن المبارڪ، ابن عينيہ، عبدالرحمٰن ابن المهدي ۽ يحيٰ بن معين شامل آهن. امام احمد بن حنبل رض جي دؤر ۾ 'اسماءَ رجال' (ماڻهن جي نالن) جو فن پنهنجي عروج تي هو.

**جَرَ ڏيئا جهمڪن** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌ جي ناماري شاعر شيخ اياز جو لکيل آهي. جيڪو نثري نظمن، ويچارن ۽ چوٽين تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جو انتساب پنجاب ۽ سنڌ جي عظيم صوفي شاعرن جي نالي ٿيل آهي. هن ڪتاب ۾ بين الاقوامي نظرين جي چنڊ ڇاڻ پڻ ٿيل آهي. هن ڪتاب ۾ 240 صفحا آهن، جنهن جي قيمت 80 روپيا آهي ۽ نيو فيلڊس پبلڪيشن 1993ع ۾ شايع ڪرايو آهي.



**جرس:** اهو وڏو گهنڊ يا چڙو، جيڪو قافلي جي پهرئين اُٺ جي ڳچيءَ ۾ ٻڌل هوندو آهي. ساڳيءَ طرح قافلي جي پڇاڙيءَ واري اُٺ جي ڳچيءَ ۾ هڪ ننڍو گهنڊ ٻڌل هوندو آهي. سفر دوران ٻنهي گهنڊن جو آواز ٻڌي تصديق ڪبي آهي ته قافلو سلسليوار پنهنجي منزل ڏانهن هلندڙ آهي، پر قافلي جي چچي ڌار ٿيڻ جي صورت ۾ پٺيئين گهنڊ جو آواز ٻڌڻ ۾ نه ايندو. ان صورت ۾ قافلي جي باقي حصي جي ڳولا ڦولها ڪري وري ان کي يڪجاءِ ڪيو ويندو آهي.

**جرڦُل:** هڪ قسم جو پسارڪو وکر، گلاب جون سُڪل مکڙيون، گلاب جون ڪليون. هڪ قسم جي آتشبازي، جنهن ۾ سرائي وانگر تار تي بارود لڳل هوندو آهي. بارود ۾ وري بيهر (ڌاتو) جا ذرا پيل هوندا آهن. سرائيءَ واري بارود کي باهه ڏيڻ سان بيهر جا ذرا چمڪندڙ ستارن وانگر ٻري پکڙجندا آهن.

**جرڪي:** تعلقي ٽنڊي الهيار جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ٻهادر دائيداڻو، منو خان جوڻيجو، حاجي عبدالڪريم ٻڙدي، چٽن آريسر، خان محمد بوزدار، علڻ خان جسڪاڻي، خدا بخش جسڪاڻي ۽ حافظ چاڪر.

- ساڳئي نالي سان تعلقي ٽنڊي محمد خان جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڪڪريجو سوناڻي چانگ، رحم علي چانگ، لال چانگ، ڪلو ٻهراڻي، محمد اوٺو ميهار لغاري، حاجي لغاري ۽ وڏل چانگ.

**جرڳو:** بلوچ قبيلن، پٺاڻن ۽ ٻين قبائلي سٺاءَ ۾ رهندڙ قومن ۽ قبيلن جي عام ماڻهن ۾ ٿيندڙ تڪرار ۽ ڏوهن جي نبيري لاءِ قبيلي جي سردارن پاران ڪوٺايل گڏجاڻيءَ کي جرڳو چيو ويندو آهي، جنهن ۾ ٻنهي قبيلن جا سردار ڳالهيون ڪرڻ کان پوءِ فيصلو ٻڌائيندا آهن. اهو فيصلو ٻنهي ڌرين کي قبول ڪرڻو پوندو آهي. جرڳي ۾ ڪنهن به ڌر پاران اڳرائي ڪرڻ تي ڏنڊ رکيو ويندو آهي. جرڳي ۾ سياسي مداخلت کي ڪا به اهميت نه هوندي آهي. سردارن جو فيصلوئي حتمي سمجهيو ويندو آهي. جرڳا ڪوٺائڻ جو رواج بلوچن ۾ آڳاٽي زماني کان وٺي آهي ۽ اڄڪلهه سنڌ ۾ به قبائلي جهيڙن جا فيصلا جرڳن ذريعي ڪيا وڃن ٿا. آڳاٽي وقت ۾ بلوچ خانه بدوشن ۽ زراعتي ٽولن جي اجتماعي زندگي، رسم ۽ رواج ۽ شريعت جي اصولن تي ٻڌل هوندي هئي. جزا ۽ سزا جو اختيار اثر رکندڙ ماڻهن ۽ زميندارن وٽ هو اهڙيءَ طرح انهن بااثر ماڻهن جا اختيار محسوس ڪرائڻ لاءِ بزرگن جا جرڳا ڪوٺايا ويندا هئا. انهن جرڳن ۾ مولوي صاحب شرڪت ڪندا هئا ۽ قبيلي جا سيئي ننڍا وڏا مسئلا حل ڪندا هئا. انهن جرڳن ۾ بدڪاريءَ وارن معاملن کان سواءِ باقي سيني ڏوهن جي سلسلي ۾ چنڊ ڇاڻ کان پوءِ وڏي جو فيصلو حتمي سمجهيو ويندو هو. جهيڙن جا فيصلا مقرر اجرت وٺي ڪيا ويندا هئا. فيصلي ۾ کٽيندڙ ڌر کان جائداد جو چوٿون حصو ورتو ويندو هو. بلوچن جا ڪجهه اخلاقي اصول، جن جو هر بلوچ پابند هو، سي هيٺ ڏجن ٿا:

1- خون جو بدلو خون.

2- پناهه ۾ ايندڙ شخص جي حق ۾ وڙهڻ، ايتري قدر جو جان جي بازي به لڳائڻي پئجي وڃي. اهڙي شخص کي پناهه نه ڏيڻ جيڪو قبيلي جي رسمن جي ڀڃڪڙي ڪري ۽ قبيلي جي ساک کي نقصان رسائي.

3- مهمان نوازي ڪرڻ ۽ مهمان جي جان ۽ مال جي حفاظت ڪرڻ.

4- امانت جي حفاظت

5- بلوچ ڪنهن به عورت ۽ ٻار کي قتل ڪرڻ کان پاسو ڪندو.

6- جيڪڏهن ڪو ڏوهي ڪنهن پير جي مزار ۾ داخل ٿي وڃي ته ان کي ٻاهر اچڻ تائين قتل نه ڪبو.

7- جيڪو شخص شڪست قبول ڪري ڏوهه جو اقرار ڪندو ته ان کي معاف ڪيو ويندو.

8- جيڪڏهن ڪا عورت دشمنن جي وچ ۾ وڃي بيهي يا ڪو شريف ماڻهو مٿي تي قرآن پاڪ کڻي بيهي ته لڙائي بند ڪئي ويندي.

جيڪڏهن قاتل ۽ مقتول سماجي لحاظ کان ساڳيءَ حيثيت جا مالڪ ۽ هڪ ئي قبيلي سان تعلق رکندا هجن ته جرڳي ۾ خون جو بدلو قاتلن کان ئي وٺڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي آهي، جيڪڏهن قاتل خون ڪرڻ کان پوءِ ڀڄي وڃي ته بدلو ان جي حمايتي يا ويجهي عزيز کان ورتو ويندو آهي. جيڪڏهن قاتل جو تعلق ڪنهن ٻئي قبيلي سان آهي ته پوءِ مقتول کي اهو حق ڏنل هوندو آهي ته هو ان قبيلي جي ڪنهن به فرد کي قتل ڪري. بلوچن ۾ خونن تي ٿيندڙ دشمني تمام شديد هوندي هئي ۽ اڃا تائين هلندڙ آهي.



جرڳي جو هڪ منظر

اها ان وقت تائين جاري رهندي آهي، جيستائين ڪو ماڻهو وچ ۾ پئي سندن صلح نه ڪرائي. متاثر خاندان بدلي جي عيوض جيڪڏهن ڏنڊ وٺڻ چاهيندو آهي ته ان جي ٿيندڙ نقصان جو حساب لڳائي اڳرائي ڪندڙ ڌر کان ڏنڊ وصول ڪيو ويندو آهي. ماضيءَ ۾ بلوچن وٽ خون بها جا معيار مختلف هئا. مثلاً: ڪوسا، جمالي ۽ عمراڻي قبيلن ۾ قتل ٿيندڙ فرد جو خاندان هڪ ڇوڪري ۽ 200 رپيا نقد وٺندو هو. جيڪڏهن ڇوڪري نه وٺبي ته سڄو ڏنڊ نقد جي صورت ۾ ڏنو ويندو هو. آڳاٽي وقت ۾ سبي ۽ ڪڇ گنداواهه جي قبيلن ۾ قتل ٿيل فرد جي ڏنڊ ۾ هڪ ڇوڪري، 200 رپيا نقد، هٿيار ۽ تلوار ڏنا ويندا هئا. مري قبيلن ۾ خون بها تمام گهٽ هو. جيڪي 1000 روپيا نقد، ڇوڪري ۽ هٿيار وٺندا هئا. اک يا هٿ ضايع ٿيڻ جو ڏنڊ قتل جي تاوان جي اڌ جيترو هوندو هو روحاني شخص، سيد يا سردار جي قتل جي عيوض ٻيڻو يا ٽيڻو ڏنڊ ورتو ويندو هو اوڻيهين صديءَ جي وچ واري دؤر ۾ خان آف قلات قومي عدل جو اصول نامو واضح ڪيو ۽ ايرندي بلوچستان جي سمورن قبيلن جي رسم ۽ رواج جي معيارن کي قانوني شڪل ڏني وئي. ان اصول نامي کي شريعت جي حڪمن ۽ برٽش انڊيا جي عدالتي فقرن سان گڏ تڪميل پذير بڻايو ويو. ان اصول نامي تحت قتل جا فيصلا سردارن طرفان جرڳن ۾ اٿاريا ويندا هئا، پر انهن جو حتمي فيصلو انگريزن جي پوليٽيڪل ايجنٽ جي سفارش سان ٿيندو هو. خون جي بدلي خون منع قرار ڏنو ويو ۽ ان جو عيوض ڏنڊ قرار ڏنو ويو.

جيڪڏهن عورت جو پنهنجي مرد کان سواءِ ڪنهن غير مرد سان تعلق هوندو هو ۽ سندس مڙس کي ان جي خبر پوندي هئي ۽ شاهدن جي شاهديءَ کان پوءِ ان کي اهو حق حاصل هوندو هو ته هو پنهنجي زال ۽ سندس زانيءَ کي قتل ڪري ڇڏي. ان صورت ۾ مقامي خانَ ۽ مُلا قتل کي قانوني شڪل ڏيندا هئا ۽ قتل ٿيندڙ جي عزيزن کي اهو حق نه هوندو هو ته هو قاتل کان بدلو وٺن. ان کان سواءِ مال يا ٻين شين جي چوري پڻ وڏي خيانت سمجهي ويندي هئي ۽ چوري ڪندڙ جو ڪلهي تائين هٿ ڪپيو ويندو هو ڪجهه قبيلن ۾ چوري ٿيندڙ شيءِ جي ٻيڻي قيمت ۽ ڪجهه قبيلن ۾ وري چور کي موت جي سزا ڏني ويندي هئي. انگريز سرڪار به بلوچن جي انهن رسمن رواجن کي ختم نه ڪيو پر انهن رسمن کي برقرار رکڻ ۾ دلچسپي ڏيکاري، ڇو ته ان ۾ سندن فائدو هو. اهي بلوچ علائقا جيڪي ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ سان باقاعدي شامل نه ٿيا هئا، انهن علائقن ۾ انگريز حڪومت فيصلن جو اختيار اتي جي سردارن ۽ روحاني اڳواڻن کي ڏئي ڇڏيو. اهو ئي سبب آهي جو بلوچستان ۽ سنڌ ۾ بلوچن جي اڪثريتي علائقن ۽ سنڌ جي اترئين ضلعن لاڙڪاڻي، شڪارپور، سکر ۽ جيڪب آباد ۾ اڄ به سردارن پاران جرڳي نما ميڙاڪا ڪوٺائي قبيلائي تڪرارن کي فيصلن ذريعي حل ڪيو وڃي ٿو، جن ۾ هڪ کان وڌيڪ سردار به شريڪ ٿين ٿا. انهن فيصلن ۾ ڏوهي قرار ڏنل ڌُر تي ڳرا ڏنڊ، سڱ چٽيون يا ڪٽي ڪاروڪاريءَ جي الزام هيٺ قتل جون فتوائون به ڏنيون وينديون آهن.

جرڳا اڪثر افغانستان توڙي پاڪستان جي اترئين (قبائلي) علائقن ۾ ٿين ٿا. لويا جرڳا جنهن کي Grand Jirga به چون ٿا، اهو به افغاني قبيلن ۾ رائج آهن، جيڪي ڪن اهم قبائلي فيصلن، صلاح مشورن، اڳواڻن جي چونڊ لاءِ توڙي پوليٽيڪل ايجنٽن معرفت ڪي علائقائي سياسي مسئلا نبيرڻ لاءِ منعقد ٿيندا رهيا آهن. لويه جرڳن ۾ قبائلي سردارن، عام ماڻهن توڙي عملدارن جو وڏو ميڙ ڪَٺو ٿيندو آهي. چيو وڃي ٿو ته افغانستان ۾ ارڙهين صديءَ جي آغاز کان وٺي لويه جرڳا ٿيڻ شروع ٿيا آهن. ويجهي ماضيءَ طالبانن سان امن جي قيام لاءِ به افغاني حڪومت لويه جرڳا منعقد ڪيا.

پرويز مشرف جي دور ۾ پاڪستان اندر بلوچستان ۾ سيپٽمبر 2006ع ڌاري بلوچ اڳواڻن، سردارن ۽ حڪومت وچ ۾ اهڙو جرڳو منعقد ٿيو هو جنهن ۾ بلوچستان ۾ امن جي قيام لاءِ ڪوششون ورتيون ويون.

سنڌ ۾ اڪثر قبائلي جهيڙا ڪاروڪاريءَ جي الزامن هيٺ، چوري يا خون جي پلاند ۾ شروع ٿين ٿا، جن ۾ ڪيتريون ئي قيمتي جانيون ضايع ٿيون آهن. پسند جي شادين تي به اڪثر عورتن جي حقن جي لتاڙ ڪندي سندن جانين کي خطري مان گذرڻو پوي ٿو ۽ جرڳن ۾ انساني حقن، خاص ڪري عورتن جي حقن کي نظر انداز ڪندي، ڪي سردار ڪين ڪاري قرار ڏئي، مارڻ يا خون بها عيوض سڱ چٽيءَ ۾ ڏيڻ جهڙا فيصلا به ڪري چڪا آهن، جن ۾ ڪي معصوم نياڻيون به اهڙن ظلمن جو شڪار ٿيون آهن. اهو سمورو نظام اسلام جي آمد کان اڳ واري 'دور جاهليہ' جي ياد ڏياري ٿو جنهن کي هتي تسلسل مليل آهي. اڄڪلهه بلوچستان ۽ سنڌ جون ساڃهه وند ڌريون ۽ سماجي تنظيمون اهڙن جرڳن خلاف آواز اٿارينديون رهن ٿيون اهڙي پسمنظر ۾ سنڌ هاءِ ڪورٽ اپريل 2004ع ڌاري جرڳن تي پابندي مڙهي هئي.

**جرم ديهه**: جرم ديهه تعلقي ڳڙهي ياسين ضلعي شڪارپور جي هڪ قديم ديهه آهي. ڪلهوڙا دور ۾ قاضي مخدوم احمدي پنهنجي پياءُ مخدوم محمديءَ جي وفات کان پوءِ 1174هه/ 1769ع ۾ مقامي حڪومت جي مسند تي ويٺو احمد شاهه ابدالي، قاضي احمديءَ جو وڏو معتقد هو هندستان تي ڪاهه دوران هن بزرگ وٽ حاضري ڀري هئائين ۽ فقيرن جي خرچ ۽ لنگر لاءِ ڪين ئر جون ڪجهه ديهون جاگير طور ڏنيون، انهن ديهن ۾ جرم ديهه به موجود هئي، جيڪا اڄ تائين سندس اولاد جي هٿ ۾ آهي.

**جرمني** (Germany): هن ملڪ جو سرڪاري نالو وفاقي جمهوريه جرمني (Fedral Republic of Germany) آهي، جنهن جو پراڻو نالو اليمان ۽ پرشيا هو. جرمانڪ (Germanic) قبيلن جي مناسبت سان هن کي جرمنيءَ جو نالو ڏنو ويو. هي وچ اتر يورپ جو اهم ملڪ آهي. هن جي اتر ۾ اتر سمنڊ، ڊينمارڪ ۽ بالٽڪ سمنڊ، اوڀر ۾ پولينڊ ۽ چيڪ جمهوريه، ڏکڻ ۾ آسٽريا ۽ سوئزرلينڊ، اولهه ۾ فرانس، لڪسمبرگ، بيلجيم ۽ هالينڊ آهن. جرمنيءَ جي ڪل پکيڙ 357868 چورس ڪلوميٽر (138136 چورس ميل) ۽ آبادي 2 ڪروڙ 20 لک 81 هزار آهي. جرمنيءَ جي گاديءَ جو هنڌ برلن (Berlin) ۽ سڀ کان مٿانهون




هنڌ زوگ اسپٽز (Zngspitze) (بلندي: 2963 ميٽر) آهي. هن ملڪ جي سرڪاري ٻولي جرمني آهي، جڏهن ته هتي ترڪش ۽ اٽالين ٻوليون پڻ ڳالهايون وڃن ٿيون. پهرين جنگ عظيم جي نتيجي ۾ هي ملڪ ٽڪرن ۾ ورهائجي ويو هو. ڊنمارڪ، بيلجيم ۽ ڊان زگ کي آزاد رياست بڻائي، جمهوريت قائم ڪئي وئي. سياسي ۽ معاشي لحاظ کان ملڪ جي حالت افسوسناڪ ٿي وئي. جرمن سڪي جي ڪا به قيمت باقي نه رهي ۽ جنگ جو ڏنڊ ادا ڪرڻ ۾ ناڪاميءَ سبب فرانس ڪجهه علائقن تي قبضو ڪري ورتو. 1923ع ۾ جڏهن گستاو اسٽرس مين (Gustav strese man) چانسلر ٿيو ته حالتون سڌرڻ لڳيون. سڪي جي اصلاح بعد لوڪارنو معاهدي (Pact of locarno) تي صحيحون ٿيون ۽ قومن جي تنظيم ۾ جرمنيءَ کي شامل ڪيو ويو. آڪٽوبر 1929ع تي اسٽرس مين جي مرڻ بعد وري حالتن ۾ ابتري اچڻ لڳي، ٻين ملڪن وانگر جرمني به سرد بازاري (Depression) جو شڪار ٿيو. جنهنڪري اڊولف هٽلر جي سربراهيءَ ۾ نازي (Nazi) جماعت طاقتور ٿي وئي. نازي پارٽي آهستي آهستي طاقت حاصل ڪندي

رهي، تان جو 1933ع جي چونڊ ۾ هٽلر کي چانسلر مقرر ڪيو ويو. ان بعد چوڪرن ۽ چوڪرين جي تربيت ڪئي وئي. پرڏيهي پاليسيءَ ذريعي هٽلر جرمنيءَ کي معاهدي جي پابندين کان آزاد ڪرايو. 1933ع ۾ هن قومن جي انجمن کان علحدگي اختيار ڪئي. 1934ع ۾ هٽلر پولينڊ سان هڪ دوستاڻو معاهدو ڪيو. 1935ع ۾ انگلستان سان جهاز رانيءَ جو معاهدو ٿيو. مارچ 1938ع ۽ 1939ع ۾ جرمنيءَ کان کسيل حصا هٽلر وري حاصل ڪري ورتا. پهرين سيپٽمبر 1939ع تي هٽلر پولينڊ تي حملو ڪيو. اوپر ۽ اولهه محاذن تي هڪ ئي وقت لڙائيءَ کان بچڻ لاءِ هٽلر روس سان معاهدو ڪيو. روس کي پولينڊ جي اوڀارين حصي تي قبضي ڪرڻ جو موقعو مليو. برطانيا ۽ فرانس پولينڊ جي حمايت ۾ جرمنيءَ خلاف جنگ جو اعلان ڪيو. جون 1940ع ۾ اٽليءَ جرمنيءَ جي حمايت ۾ فرانس ۽ برطانيا خلاف جنگ جو اعلان ڪيو. جرمن فوج تيزيءَ سان پيش قدمي ڪندي يورپ جا ڪيترائي ملڪ فتح ڪري ورتا. برطانيا تي پڻ سخت بمباري ڪئي وئي. اولهائين محاذ تي ڪاميابيون حاصل ڪرڻ بعد هٽلر روس تي حملي آور ٿيو. روسين سخت مقابلي کان پوءِ جرمن فوج کي استالن گراڊ تي روڪيو. ان وقت جرمنيءَ جي مقابلي واري قوت آهستي آهستي ڪمزور ٿيندي وئي. آخرڪار جون 1944ع تي برطانوي ۽ آمريڪي فوجن گڏجي سال جي آخر ۾ جرمنيءَ تي حملو ڪيو. مارچ 1945ع ۾ روسي فوج اوڀرندي طرف کان اڳتي وڌندي جرمنيءَ ۾ داخل ٿي وئي. هٽلر پنهنجي شڪست جا مڪمل امڪان ڏسي خودڪشي ڪري ڇڏي. 7 مئي 1945ع ۾ جرمنيءَ جي غير مشروط هٿيار ڇڏڻ سبب يورپ ۾ جنگ جو خاتمو ٿي ويو. اتحادي فوجين جرمنيءَ کي ورهائي اوڀر جرمنيءَ کي روس جي نگرانيءَ ۾ ڏنو ۽ الهندو اڌ آمريڪا پنهنجي قبضي ۾ رکيو. 1955ع ۾ انهن ملڪن ڏهن سالن وارو قبضو ختم ڪيو ۽ جرمن. وفاقي جمهوريه (German Federal Republic) اتر اٽلانٽڪ جي معاهدي واري تنظيم (Nato) ۾ شامل ٿي ويو.

جرمنيءَ جي موسم نهايت خوشگوار ۽ سرد رهي ٿي. اترين علائقن ۾ شديد سردي ۽ ڏکڻ وارا علائقا نيم گرم رهن ٿا. برف گهڻي پوي ٿي. هتان جي مکيه زرعي پيداوار ۾ ڪڻڪ، جَوَ، پٽاٽا، بيٽ، جوَ، سرنهن، بند گوبي، ميوا ۽ پاڇيون آهن ۽ بي پيداوار ۾ اليڪٽرانڪس، ڪيميائي شيون، سيمنٽ، ڪمپيوٽر، ڪپڙو ۽ پرنٽنگ اچي وڃي ٿي. جرمني وفاقي جمهوريه آهي، جتي پارلياماني جمهوري نظام رائج آهي. جرمني جي متحد ٿيڻ جو ڏينهن 3 آڪٽوبر 1990ع آهي ۽ سندس گڏيل قومن جي اداري (UNO) جي ميمبرشپ پڻ 3 آڪٽوبر 1990ع کان ئي آهي.



**جرمِ تو جرڪان** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ناميـاري اديـب ۽ محقق، تـاج جـويي جـي اپياس جو نتيجو آهي. هن ڪتاب ۾ شيخ اياز جي سمورن شاعريءَ ۽ نثر جي ڪتابن مان شاه لطيف سان واسطيدار هڪ هڪ سٽ هڪ هڪ جملو هڪ هڪ شعر ۽ مضمون جي چونڊ شامل ڪئي وئي آهي. هن ڪتاب جو مهاڳ بـه تـاج جـويي پاڻ لکيـو آهـي. 175 صـفحن تـي مـشتمل هـن ڪتاب کي پنجن موضوعن ۾ ورهايو ويو آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1998ع ۾ شيخ اياز فائونڊيشن حيدرآباد ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

**جرنيل هوش محمد شيدي** (ڪتاب): سنڌ جي سورهيه جرنيـل، شهيد هوش محمد شيديءَ متعلق تحقيقي ۽ تاريخي مضمونن تي مشتمل هن ڪتـاب جـو مـصنف نامـيـارو ليـکـڪ منـصور قـادر جوڻيجو آهي. جنهن ۾ هيليـان عنـوان شـامل آهـن: دبـيءَ جـي لڙائـي، جـنهن ڏيـنهن هوشـو شـهيد ٿـيـو ٽـالپرن جـا ڪارناما عرف عهدناما، هوش محمد شيديءَ جي بهادري ٽالپرن جو اصل نسل، حڪومتي ڪاروهنوار، حڪومتي اوٿـايون، هـوش محمـد شـهيد جـي زنـدگيءَ جـو احـوال، ميـاڻيءَ جـي جنگ جو پس منظر ۽ پيش منظر وغيره. هن قـومي هيـري بابـت مفيـد معلومـات ڏئـي ڪيترين حقيقتن کي نروار ڪيو آهي. ڪتاب ۾ اڪثر طور مختلف محققن جي راين کي




ڏئي، انهن جي روشنيءَ ۾ پنهنجي راءِ جوڙڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. ڪتاب جا ٻه اکر پبلشر ناز سنائيءَ ۽ مهاڳ ليکڪ پاڻ لکيو آهي. ڪتاب ۾ شهيد هوش محمد جي مزار ۽ چارلس نيپيئر جي سنڌ تي قبضي واري ڏينهن متعلق خط بـه ڏنو آهي. ليکڪ ڪتاب جو انتساب مشهور تاريخدان رحيمداد مولائي شيدائيءَ کي ڪيو آهي. چار رنگي ٽائيٽل سان ڊيمي سائيز ۾ 128 صفحن تي مشتمل هيءُ ڪتاب سنڌ تحقيقي بورڊ حيدرآباد 1993ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**جروار**: جروار بلوچن جو هڪ قبيلو آهي، جيڪو رندن جي اوٺيهن قبيلن مان هڪ آهي. 1892ع ۾ هن پاڙي جو اڳواڻ جروار پٽ حيات خان هو. سندس پنجاهه مري قبيلي جا ماڻهو تمن جي هٿيارن واري ڊيپو جي حفاظت لاءِ مقرر هئا. مري، رند قبيلي جي شاخ آهي، جيڪا وري وڏيڪ ڇئن شاخن ۾ ورهايل آهي: غزني، لهاراڻي، ٽالپر ۽ بجاراڻي. جروار، مريءَ جي پهرين شاخ غزنيءَ جو هڪ پاڙو آهي. جروار بلوچن جي ڪيترن قبيلن جا پاڙا آهن، جهڙوڪ: رندن جي هڪ پاڙي جو نالو جروار آهي، جڏهن ته عمراڻي بلوچن ۾ بـه جروار آهن: کوسن جو هڪ پاڙو پڻ جروار آهي، هي پنجاب کان آيل آهن: مزاري بلوچن جي رستماڻي قبيلي مان هڪ آکهه جو نالو 'قيصراڻي' آهي، جنهن مان هڪ پاڙي جو نالو 'جروار' آهي. سنڌ ۾ لاڙڪاڻي، شهدادڪوٽ، ٽنڊي الهيار، بدين ۽ ميرپورخاص ضلعن ۾ وڏي تعداد ۾ جروار آباد آهن. مشهور صوفي درويش مراد فقير بـه جروار هو، جنهن جي مزار بدين ضلعي جي ڳوٺ عارياڻيءَ ۾ آهي.



**جروار، حاجي غلام حيدر**: حاجي غلام حيدر جروار جو جنم ٽنڊي الهيار کان اٺ ميل اوڀر طرف ڳوٺ مبارڪ جروار ۾ 1930ع ڌاري ٿيو. سندس والد ڪامريڊ الهه بچايو جروار سنڌ هاري ڪميٽيءَ جو ميمبر ۽ علائقي جو جنرل سيڪريٽري پڻ ٿيو هو. حاجي غلام حيدر تعليم جا ٽي درجا سنڌي

ڳوٺ جي ملا مڪتب اسڪول ۾ پڙهيو. جنهن ۾ سندس استاد ۽ مڪتب جو سربراهه قاضي محمد ابراهيم ميمڻ هو. حاجي صاحب علمي ۽ ادبي شخصيت جو مالڪ هو. سندس عربي جو چڱيءَ طرح مطالعو ڪيل هو ۽ پاڻ ديني ۽ شرعي مسئلن جو سنو ڄاڻو پڻ هو. پهرين مذهب طرف وڌيڪ لاڙو هئس، بعد ۾ سندس استاد قاضي محمد ابراهيم ميمڻ سان شرعي مسئلن جي اختلافن سبب مختلف مڪتبہ فڪر ۽ نظرين جا ڪتاب پڙهي مذهبي مت ڀيد کان آجو ٿي ڪل انسانيت جي ڀلي جو ويچاريندڙ ٿي ويو. هن انسانيت جي سوچ هيٺ جيڪي ويچار ۽ تاثر تحرير ڪيا اهي بعد ۾ پنهنجي حياتيءَ ۾ محمد ابراهيم جويي ڪي ڏياري موڪليا، جنهن جي ايڊيٽنگ بعد اهي جنوري 2000ع ۾ 'انساني زندگي جو مقصد' نالي ڪتاب جي صورت ۾ ڇپيا. هيءُ شيخ اياز جي شاعريءَ کان بيحد متاثر هو ۽ پاڻ بہ هزار کن بيت لکيائين، جيڪي اڻ ڇپيل آهن. حاجي غلام حيدر بحث مباحثي جو شوقين هوندو هو. هر عقلي دليل جي فروغ جو حامي هو. بدن تي هميشہ پراڻا ڪپڙا ۽ پيرن ۾ پراڻيون چپلون پائيندو هو. انهن ڪي بہ چتيون لڳل هونديون هيس. زندگي جي شروع ۾ مال چاريائين ۽ بعد ۾ سرڙيو هاري ٿي ڏينهن گهاريائين. آخر ۾ ڪجهه ڪاروبار ۾ پئسا هئس. جنهن مان سندس گذارو ٿيندو هو. هن سڄي ڄمار شادي نہ ڪئي. ايڪهتر سالن جي ڄمار ۾ 2001ع ۾ وفات ڪيائين. سياسي طور مولانا عبيدالله سنڌيءَ جو اثر هيس، سرمائيداري نظام جي خلاف هو.

**جروار خطائي** (جڙي ٻوٽي): هڪ ٻوٽيءَ جو نالو. هن ٻوٽي جي اوچائي هڪ ميٽر تائين هوندي آهي. هي سڌي ٿڙ وارو ٻوٽو آهي. هن جا پن گول پنجن کان پندرهن سينٽي ميٽر ڊگها ٿيندا آهن. ان جا گل مختصر ٿين، جيڪي 2.5 کان 3.8 سينٽي ميٽر ڊگها هوندا آهن. هن جي پاڙ جو مٿان کان رنگ پورو يا هلڪو سائو هوندو آهي. هن کي عربيءَ ۾ 'انتل'، فارسيءَ ۾ 'ماه پروين'، هنديءَ ۾ 'نرسي'، اردوءَ ۾ 'جروار'، گجراتيءَ ۾ 'نروشي'، سنسڪرت ۾ 'نروشا'



۽ لاطينيءَ ۾ 'Delphnium Danudatim' چيو ويجي ٿو. هن جو مزاج گرم ۽ خشڪ آهي، حڪيمن چواڻي تہ هيءَ ٻوٽي دل ۽ دماغ کي طاقت ڏئي ٿي، پٿري ڀڳاري ٿي. حڪيمن موجب زهر خلاف مفيد هجڻ ڪري اڪثر زهريلي بيمارين فوڊ پوائزنگ ۽ پليگ ۾ هن ٻوٽيءَ جو استعمال ٿيندو آهي، هن کي ماکيءَ ۾ ملائي اڏرنگ، مرگهي، ڪيراڻ، نزلي زڪام لاءِ استعمال ڪيو ويجي ٿو.

**جروار، عزيز الله، ڪامريڊ**: شاهه ولي الله جي فڪر جو مبلغ، مولانا عبيدالله سنڌي جو شاگرد، علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي جو هم ڪلاسي، محمد امين ڪوسي جو خاص دوست، حيدر بخش جتوئيءَ جو تحريڪي ساٿي، مولوي نذير حسين جتوئي ۽ همراز اٽل ارادي وارو انقلابي ۽ زندگيءَ جي آخري پل تائين اهوجهه ماڻهن ۽ ڪمزور طبقن، پيڙهيل عوام ۽ خاص طور هارين جي بحالي ۽ خوشحالي ۽ ترقيءَ لاءِ پاڻ پتوڙيندڙ مولوي عزيز الله جروار تقريباً 13-1912ع ڌاري ڳوٺ گل محمد جروار تعلقي شهدادڪوٽ ۾ ڄائو. ڳوٺ گل محمد جروار ڳڙهي خيري کان اتر ڏهن ميلن تي پرڳڙي ريلوي اسٽيشن جي ويجهو آهي. مولوي عزيز الله جروار پنهنجي ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ ۽ ان جي آسپاس ۾ قائم ملان مڪتب ۾ حاصل ڪئي، بعد ۾ ديني تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ سنڌ جي مشهور مدرسن ۾ پڙهيو. جن ۾ ميرو خان، گورو پهوڙ ۽ ٺيڙهيءَ جا مدرسا شامل آهن. مولوي صاحب انهن مدرسن مان عالم، فاضل ۽ مولوي جي سَنَد حاصل ڪئي ۽ دستاربند ٿيو.

مولوي صاحب جي طبيعت ۾ تلاش ۽ جستجو جو عنصر تمام گهڻو هو. خاص ڪري قرآن فهيمي سان سندس جنون جي حد تائين عشق هو. ان ڪري قرآن فهيمي لاءِ مختلف عالمن ڏي رجوع ڪيائين. انهن ۾ پنجاب ۾ واهہ پيران جي هڪ بزرگ جي هاڪ هئي. هيءُ اوڏانهن روانو ٿيو. ريل ۾ سفر دوران ڪي مولوي مليس، جن کي پنهنجي مدعا ٻڌايائين تہ انهن کيس چيو تہ: 'تسين سمندر کُون چوڙڪي قطري نال پيا ويندا اي'، سندن اشارو مولانا عبيدالله سنڌي ڏانهن هو. پر جيئن تہ مولوي صاحب ارادو جو پڪو هو ان ڪري واهہ پيران ڪشالا ڪري پهتو. اهو بزرگ ان وقت انتهائي ضعيف ٿي چڪو هو. ان ڪري مولوي صاحب کي پنهنجي هڪ شاگرد جي حوالي ڪيائين. مولوي صاحب ٽي چار مهينا اتي رهيو. پر سندس پياس پوري نہ ٿي، موٽي شهدادڪوٽ آيو. جتي اچي مولانا عبيدالله سنڌيءَ کي خط لکيائين. جيڪو ان وقت پير جهنڊي ۾ درس ۽ تدريس سبب مشهور هو. مولانا سنڌيءَ جي جواب پهچڻ تي مولوي صاحب اتي پهتو. مولانا سان ملاقات ڪيائين ۽ مولانا سنڌيءَ کان ايترو تہ متاثر ٿيو جو آخري گهڙيءَ تائين سندس ڳڻ ڳائيندو رهيو. ڪولهين کان هڪڙي جهوپڙي حاصل ڪيائين ۽ اتي رهائش ڪري مولانا کان قرآن فهيمي جو سبق وٺڻ شروع ڪيائين. بعد ۾ علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌي بہ اتي اچي پهتا ۽ سندس هم ڪلاسي ٿيا ۽ انهيءَ جهڳيءَ ۾ رهائش پذير ٿيا. ائين سنڌ جي تاريخ جا چار روشن منارا ڪجهه وقت پاڻ ۾ گڏ رهيا. هڪبئي کان رنگ ورتائون. انهيءَ جهوپڙيءَ ۾ قرآن فهيمي، سيرت پاڪ، فلسفي، منطق، تاريخ، سياست، اسلام جي معاشي نظام ۾ ڏکڻ ايشيا ۽ عالم اسلام جي سياسي تحريڪن تي بحث مباحثا ٿيندا رهيا.

مولانا عزيز الله جروار، مولانا سنڌيءَ جي پوين ڏينهن ۾ سندس سفر ۾ ساٿي ٿي رهيو. بيماريءَ ۾ هن سندس تيمارداري ڪئي ۽ وڏي خدمت ڪري مولانا سنڌيءَ جون دعائون حاصل ڪيون. مولانا عزيز الله، مولانا سنڌيءَ جي دوستن ۽ شاگردن مان آخري باقي بچيل شاگرد ۽ دوست هو. جنهن جي لاڏاڻي سان سنڌ جي تاريخ جو هڪ باب پڄاڻي تي پهتو.

مولانا عزيز الله جروار، مولانا سنڌي ۽ ٻين دوست عالمن جي صحبت ۾ هڪ طرف شاهه ولي الله جي فڪر ۽ حضرت ابوذر غفاري جي معاشي نظريي طبقاتي جدوجهد واري سياست جا رنگ حاصل ڪيا تہ ٻئي طرف سندس شناسائي لاڙڪاڻي ضلعي جي باضمير ۽ بي باڪ اڳواڻن سان ٿي، اهي هئا ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي ۽ مولانا نذير حسين جتوئي جيڪي

هارين جي حقن لاءِ جاکوڙيندا رهيا. انهن جي شناسائي دوستيءَ ۾ تبديل ٿي ۽ پاڻ مولوي معاذ نوابشاهي ۽ مولانا محمد شاهه امروٽيءَ سان هاري ڪاميٽيءَ هارين مزدورن ۽ پيڙيل طبقن جي جدوجهد ڪندڙن سان گڏ رهيو ۽ قومي آزاديءَ جي تحريڪ جو حامي رهيو.

مولوي صاحب هاري ڪاميٽيءَ جي پليٽ فارم تان لاڙڪاڻي ضلعي جي وڏيرن، ميرن پيرن، جاگيردارن خلاف برسر پيڪار رهيو. ڪامريڊ حيدر بخش واري اليڪشن هجي يا شيخ عبدالمجيد سنڌي واري چونڊ مهم ۾ مولوي صاحب ڳوٺ ڳوٺ، شهر شهر ويو. عزيز الله مجروح جا هاري گيت ڳائيندو رهيو. نتيجي ۾ ڪيس صعوبتون سهڻيون پيون ۽ جيل به ڪاٽڻو پيو. پاڻ لوڪل ڪائونسل جي اليڪشن ۾ مشهور جاگيردار ۽ نواب سيف الله مگسي سان مقابلي ۾ بيٺو ۽ تمام ٿورن ووٽن سان هارايائين. مولوي صاحب، سائين جي. ايم. سيد جو به ساٿي رهيو ۽ ٻئي طرف هڪ سچي ۽ مومن مسلمان طور سندس تعلقات امروٽ، هاليجي، ٻائيجي ۽ دين پور جي درگاهن ۽ انهن جي سجاده نشينن سان به رهيا. مولانا ابوالڪلام آزاد، حسين احمد مدني سان به واسطا رهيس. مولانا عطاءُ الله شاهه بخاري ۽ احمد علي لاهوري، ڪڏي واري بزرگ ۽ محمد صادق جهڙا عالم وٽس ايندا ويندا رهندا هئا. جڏهن ته مولانا دين محمد وفائي، علي نواز وفائي، ڪامريڊ عبدالقادر انڍڙ، ڪامريڊ رمضان شيخ، برڪت آزاد، شاهه محمد شاهه، امر لال، نور الله ملڪ، سرور سيف، هادي بخش مهر، جام ساقي ۽ ٻيا عالم، اديب، شاعر، صحافي، هاري اڳواڻ، سياسي سماجي اڳواڻ، ڪارڪن ٻڍا توڙي جوان سندس حلقهٔ احباب ۾ شامل هئا.

مولوي عزيز الله 1956ع ۾ مولوي نذير حسين جتوئي ٽنڊ جي معرفت ڪٽنب سميت پني عاقل لڏي آيو ۽ اتي قومي شاهراهه پرسان زمينون حاصل ڪري پنهنجو ڳوٺ ٻڌائين، جيڪو سندس نالي پٺيان عزيزآباد طور مشهور آهي. انهيءَ عزيزآباد هر قسم جي سياسي ڪارڪنن، اديبن، مولوين ۽ ڪامريڊن جي مهمان نوازي پئي ڪئي آهي ۽ سياسي تحريڪن ۽ ميڙاڪن جو مرڪز رهيو آهي.

جڏهن هاري ڪاميٽي، ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جي وفات بعد بحران جي ور چڙهي ته مولوي عزيز الله هاري ڪاميٽيءَ جي اڳواڻي سنڀالي ۽ ڪاميٽيءَ جو صدر ٿيو ۽ پنهنجون ذميواريون مؤثر نموني نڀائيندي نه صرف هاري ڪاميٽيءَ کي متحد، منظم ۽ مضبوط ڪيو پر پنهنجي دور ۾ هاري هلچل هلائي ۽ هاري ڪانفرنسون منعقد ڪرايون. مولوي صاحب انتهائي خوددار، سادگي پسند، بااعتماد، پراميد، اڙدو، مستقل مزاج ۽ بيباڪ شخص هو. هو عمر پر ڪنهن کان نه ڊنو ۽ نه هار مڃيائين. مولوي صاحب غريبن جو همدرد، ٻي ٻهج ماڻهن، مسڪينن جو واهر وسيلو هن پنهنجي ڳوٺ ۾ پنهنجي ئي زمين تي خانه بدوش جوڳين، اوڏن ۽ باگڙين کي ڳوٺ ٻڌائي ڏنا ۽ مسڪين ماڻهن کي پنهنجي ذاتي زمين مان پلاٽ ناهي گهر اڏڻ لاءِ ڏنا. هنن انهن لاءِ مسڻ ۽ قبرستان به پنهنجي زمين مان ڏنا. سندس چوڻ هو ته هي غريب اوڏ، جوڳي ۽ باگڙي منهنجا ٻچا آهن. هنن کي خوش ڏسي مان روحاني سڪون محسوس ڪندو آهيان.

مولوي عزيز الله جروار اصل ۾ سنڌ ۾ ڪامريڊن ۽ مولوين وچ ۾ هڪ پل جو درجو رکندڙ هو. جنهن کي سڀئي ڌريون انتهائي عزت ۽ احترام سان ڏسنديون هيون ۽ ڪيس مانُ ڏينديون هيون. مولوي صاحب ڪيترائي ڪتاب لکيا، وٽس وسيع لائبريري هئي، جنهن مان هن وڏو حصو پنهنجي جيئري ڪڏڙي جي مدرسي حوالي ڪيو. مولوي عزيز الله جروار جا ڪيترائي ڪتاب لکيل آهن، جن ۾: 'جي جيءَ جيارين' ۽ 'ڏوٿين ڏٺ ڇتائيو' ۽ ٻيا شامل آهن.

**جروار، محمد خان:** زرعي ماهر محمد خان ولد حاجي احمد جروار، 24 مارچ 1959ع تي ڳوٺ مبارڪ جروار، ضلعي ٽنڊي الهيار ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم ڳوٺ مان ورتائين. مئٽرڪ جو امتحان اسلاميه هاءِ اسڪول مسڻ وڏيءَ مان پاس ڪري، وڌيڪ تعليم لاءِ



زرعي يونيورسٽيءَ ۾ پڙهيو. جتان ايم. ايس. سي جي ڊگري حاصل ڪيائين. 1983ع ۾ زراعت کاتي ۾ زرعي آفيسر مقرر ٿيو. 1992ع ڌاري زراعت کاتي طرفان ايم. ايس. سي (ايگريڪلچر ايڪسٽينشن) آمريڪا جي يونيورسٽي آف وسڪانسن مان ميڊيسن ۾ ڪيائين. زراعت کاتي ۾ سندس گهڻو ٽڻو عرصو ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جي زرعي پروگرامن واري شعبي ۾ گذريو آهي. جتي پروگرامن جي رٿابنديءَ سان گڏ ۽ جديد زراعت جي ڄاڻ کي عام ماڻهن تائين پهچائيندو رهيو آهي. کيس لکڻ ۽ پڙهڻ سان به ڪافي شوق رهيو آهي. زرعي مسئلن تي سندس ڪيترائي مضمون، اخبارن، زراعت بابت رسالن ۽ زرعي يونيورسٽيءَ جي جرنلن ۾ ڇپبا رهيا آهن. مضمونن کان سواءِ، سندس آمريڪا جو سفرنامو 'نئين دنيا، نوان رنگ' (2005ع) به شايع ٿيل آهي. جڏهن ته سندس هڪ ڪتاب 'زرعي سائنس'، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ ۾ زير اشاعت آهي. هن وقت زراعت کاتي ۾ سينيئر سبجيڪٽ ميٽر اسپيشلسٽ طور ملازمت ڪري رهيو آهي.

**جروار، محمد رفيق:** اڳوڻو شاگرد اڳواڻ، سياسي ڪارڪن ۽ آل سنڌ پرائمري ٽيچرس ائسوسيئيشن جو موجوده مرڪزي صدر، محمد رفيق جروار،



14 آگسٽ 1955ع تي ٽنڊي الهيار جي ڳوٺ داد جروار ۾ ڄائو سياسي سفر جي شروعات هن 1969ع کان ڪئي، جڏهن نامور سياسي اڳواڻن: قاضي فيض محمد، ڪامريڊ غلام محمد لغاريءَ ۽ لالا عبدالقادر سان گڏجي ون يونٽ جي خاتمي ۽ ووٽر لسٽون سنڌيءَ ۾ ڇپائڻ واري تحريڪ ۾ حصو ورتائين. گرفتار به ٿيو ۽ 20 ڏينهن جيل ڪاٽيائين. بعد ۾ هو ماروئڙا اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو ميمبر بڻيو ۽ ڪجهه وقت شهيد نذير عباسيءَ سان گڏ ڊيموڪريٽڪ اسٽوڊنٽس فيڊريشن (DSF) ۾ به ڪارڪن طور ڪم ڪيائين. ان بعد هن سنڌ هاري ڪميٽيءَ جي پليٽ فارم تان ڪامريڊ عثمان لغاريءَ وارن سان سرگرم ڪارڪن طور ڪم ڪيو.

رفيق جروار، 30 مئي 1977ع کان تعليم کاتي ۾ پرائمري استاد ڀرتي ٿيو سياسي شعور هئڻ سبب استادن جي حقن لاءِ جاکوڙيندڙ تنظيم 'آل سنڌ پرائمري ٽيچرس ائسوسيئيشن' ۾ شامل ٿيو. ٻهريائين ان جو تعلقي

ٽنڊي الهيار ۽ پوءِ حيدرآباد ضلعي ۽ ڊويزن حيدرآباد جو صدر پڻ رهيو. هن وقت پ. ٽ. الف سنڌ جو سرگرم صدر آهي. ان کان سواءِ 'متحده اساتذه محاذ، پاڪستان' جو چيئرمئن پڻ آهي. هن استادن جي مسئلن جي حل لاءِ بهادريءَ ۽ بيباڪيءَ سان جدوجهد هلائي آهي ۽ سندس استاد طبقي ۾ تمام سٺي عزت آهي.

**جروار، نذير احمد، ڊاڪٽر**: اديب ۽ شاعر ڊاڪٽر نذير احمد ولد عبدالله عرف جمعو خان جروار جو اصل نالو غلام نبي هو. پرائمري تعليم پنهنجي ترجي اسڪول مان، فارسي تعليم نامياري عالم مولانا عزيزالله جروار کان ۽ عربي تعليم مولانا غلام مصطفيٰ قاسميءَ کان حاصل ڪيائين. تعليم کان فارغ ٿي ڪجھ وقت لاءِ ميونسپل اسڪول ٽنڊي الهيار ۾ استاد طور ڪم ڪيائين. ان دوران حيدرآباد مان طبي تعليم به حاصل ڪندو رهيو. 1965ع ۾ ٽنڊي الهيار کي ڇڏي، پنهنجي اباڻي ڳوٺ گل محمد جروار ۾ وڃي ڪلينڪ کوليائين، جتان وري 1971ع ۾ شهدادڪوٽ ويو جتي زندگيءَ جي آخري ساهن تائين ڪلينڪ هلائيندو رهيو. شهدادڪوٽ ۾ ئي ڳلي جي ڪينسر جي ڪري 23 مئي 1994ع تي وفات ڪيائين. ڊاڪٽر نذير احمد جروار کي عربي مدرسن ۾ تعليم حاصل ڪرڻ دوران ئي شعر ۽ شاعريءَ سان دلچسپي ٿي. مولانا حبيب الله حبيبؔ شهدادڪوٽي، مولانا محمد يوسف شهدادڪوٽي ۽ مرحوم نظام الدين گوپانگ جي صحبت سندس دلچسپيءَ ۾ غير معمولي اضافو آندو. نتيجي طور هو بهترين شاعر ثابت ٿيو. پر ڪيس علم عروض جي به وڏي ڄاڻ هئي. هن ان عنوان تي 'ميزان' نالي هڪ ڪتاب لکيو هو، جيڪو سندس وفات کان پوءِ شايع ٿيو آهي. هن 'تاريخ شهدادڪوٽ'، 'بلوچ قبائل ڪا تاريخي پس منظر' ۽ 'بلوچستان تاريخ ڪي آئيني ميں' نالي ڪتاب به لکيل، جيڪي قلمي صورت ۾ وٽس موجود هئا.

**جرياڙ**: هيءَ ماڳ ڪجور واهيءَ جي پر ۾ (ديھ بانارو ڪرچات، تپو ٽاٽو عارب خان) ڳوٺ مقبول برفت کان هڪ ڪلوميٽر اوير ۾ واقع آهي. ماڳ ٻن حصن ۾ آهي. پر ان جي بيهڪ ڪجھ اهڙي آهي جو يڪو هڪ ماڳ محسوس ٿئي ٿو. سهولت خاطر ان کي ٻن ماڳن ۾ شمار ڪيو ويندو آهي. جرياڙ -1 ۽ جرياڙ-2 انهن جي مجموعي ڊيگھ ويڪر لڳ ڀڳ 150x3000 ميٽر آهي، جنهن جي هڪ حصي ۾ قبرستان آهي. ٻئي ماڳ پاڻ ۾ ڳنڍيل ضرور آهن پر چئي نٿو سگهجي ته ٻئي هڪ ئي زماني جا آهن يا نه. هيءَ پٿر جي ڪنهن زماني ۾ اوزارن جو وڏو ورڪشاپ هو ۽ هتان آمريءَ جي دور جون ٺڪريون به مليون آهن.

**جريبُ**: سنڌ ۾ قديم زماني کان وٺي زمين جي ماپ جو هڪ اصطلاح، جنهن جو مفهُوم آهي، زمين جو اهو قطعو جيڪو ڏڳن جو جوڙو هڪ ڏينهن ۾ هر ڏيئي ڪيڙي سگهي. موجوده وقت ۾ ويهن ڪلاڪن يا ويسن ماپ جي زمين، جنهن ۾ ٻه هزار چار سئو ويھ وال ايراضي ٿيندي آهي. ايڪڙ ۾ ٻه جريب ايراضي ٿيندي آهي.

**جريده**: عربي ٻوليءَ جو هڪ اصطلاح آهي، جنهن جو مفهوم 'ورق' آهي. موجوده عربي ٻولي ۾ 'اخبار' لاءِ به اهو نالو ڪم آڻيندا آهن. هي لفظ ترڪيءَ ۾ آڳاٽو اخبار لاءِ ڪم آيو هو. جيئن ته "جريده حوارث" (واقعن جو خبرنامو)، اها اخبار 1840ع ۾ شروع ٿي هئي. ڪراچي يونيورسٽيءَ جي شعبہ تصنيف و تاليف و ترجمہ پاران پڻ هڪ اهڙو جرنل 'جريده' نالي ڪڍيو ويندو آهي، ان جي 22 نمبر شماري ۾ سنڌو لکت جي 'عبراني' ٻوليءَ جي آڳاٽي لکت سان ڀيٽ ڪري منجهن هڪجهڙائيءَ بابت تحقيقي مواد شايع ڪيو ويو آهي، جيڪو اردوءَ جي هڪ لسانياتي ماهر ابو جلال ندويءَ جو لکيل آهي.

**جريڪو** (Jericho): فلسطين جو هيءُ شهر عراق نديءَ جي اولهندي ڪناري تي موجود آهي. هي شهر 'Dead Sea' واري رستي تي سمنڊ کان 16 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي اتر ۾ آهي. هن شهر کي دنيا جو قديم ترين ڳوٺ




ڪري مڃيو وڃي ٿو. جيڪو 900 ق. م ڌاري آباد ٿيو. جريڪو کي عربيءَ ۾ 'اريها' (Ariha) جي نالي سان به سڏيو وڃي ٿو. جيڪو ڪعناني ۽ عبراني زبان جي لفظ ريح (Reah) مان نڪتل آهي. جنهن جي معنيٰ آهي 'خوشبودار'. عبرانيءَ ۾ هن شهر کي يريحو (Yariho) ڪري سڏين ٿا. هن لاءِ روايتون آهن ته هيءَ شهر ڌرتي تي پهرين بستي هو. جيڪا اوائلي انسانن طرفان آباد ڪئي وئي هئي ۽ هتي ئي سڀ کان پهرين ديوين ۽ ديوتائن جي پوڄا ٿي. هن شهر مان اوير متعلق ڪارائتي معلومات ميسر ٿئي ٿي. سڀ کان اول اڻ ڄاتل ماڻهن 'Ein as Sultan' اين ايز سلطان' نالي واري چشمي وٽ والار ڪري ڪي جايون ناهيون ۽ پنهنجا پوڄا گهر اڏيا. هتي انهي والار جا نشان 800 کان 7000 ق. م تائين جا ملن ٿا. ان کانسواءِ 6800 ق. م ۾ ٿيل ڪنهن جنگ جا آثار پڻ ملن ٿا. جيڪا يقيني طور والار کان ترت پوءِ ڪئي وئي هوندي. ان کان پوءِ نون ماڻهن جي لڏي اچي بستي وسائڻ جا آثار به هتان مليا آهن. انهيءَ دور جون ڪجھ ڪوپڙيون به دريافت ٿيون آهن. جن مان هتان جي ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي بابت انومان ڪڍيا ويا آهن. انهيءَ دور ۾ پيٽيءَ تي ڪٽ چٽسالي نمونن کان سواءِ ڪي قبرون به مليون آهن جن ۾ معلوم ٿئي ٿو ته اتان جا ماڻهو پنهنجا مردا پوريندا هئا. 680 ق.م کان 4500 ق. م تائين هيءَ بستي پنهنجي ثقافت سميت آباد رهي، ان کان پوءِ هن بستيءَ ڪافي ترقي ڪئي، جو 2600 ق. م تائين جا آثار (جن ۾ اڏاوتون اهم آهن) هتي موجود آهن. ڌاتو ۽ پٿر جي وچئين دؤر (1700 ق. م) ۾ به هيءَ بستي موجود هئي ۽ هتي ماڻهو رهندا پئي آيا. جو بستي جون حدون ڪافي پکڙيل نظر اچن ٿيون. ڪاربان ڊيٽنگ (Carbon Dating) مان پتو پوي

ٿو ته هيءَ بستي 1617 ۽ 1530 ق.م ۾ به باقاعدي پنهنجو وجود رکندي پئي آئي. 336 ۽ 323 ق.م ۾ به هيءَ بستي سڪندر يونانيءَ جي حڪومت جو حصو رهي. 2 صدي ق.م ۾ سريا جي جنرل بچيڊيز (Bachides) هتي قلعا ٺهرايا، جن مان هڪ قلعو اڃا به موجود آهي. هيءَ شهر قلوپطره کي مارڪ انٽونيءَ طرفان تحفي ۾ مليل هو جنهن کي هيروڊ (Herod) ٺيڪي تي ورتو ۽ اهڙيءَ ريت بستي رومي سلطنت جو حصو ٿي وئي.

661ع ۾ جريڪو دمين جي سلطنت جي ڏهين خليفي هاشم ابن عبدالملڪ هتي وڏيون عمارتون خيرت الصفجار نالي جوڙايون، جن ۾ مسجدون به شامل هيون، جيڪي 747ع واري زلزلي ۾ شهيد ٿي ويون.

عباسي ۽ فاطمي خليفن جي وقت ۾ به هيءَ بستي پنهنجي عروج تي هئي. اسلامي دور کان پهرين هتي زراعت جي شروعات ٽيل ڏسجي ٿي. انهيءَ ئي دور ۾ ڪجين جي وڏي پوک ٿي، جنهنڪري هيءَ شهر 'ڪجين جو شهر' سڏجڻ لڳو. سلجوقين جي دور (1071ع) ۾ هن شهر چڱي ترقي ڪئي ۽ هتي ڪافي چرچ ٺاهيا ويا ۽ پر ۾ هڪ ٻيو شهر به جوڙيو ويو. 1226ع ۾ ياقوت صمدي هيءَ شهر ڏٺو هو جنهن لکيو آهي ته: "هتي ڪجين جا وڻ گهڻا آهن، ڪنڊ اعليٰ قسم جي ٺهي ٿي ۽ ڪيلن جا وڏا وڏا باغ آهن. 14 هين صدي عيسوي ۾ ابو الفدا لکي ٿو ته: جريڪو ۾ گندرف جا ذخيرا هئا. عثماني حڪومت ۾ به هيءَ شهر وسيل هو نيرهتان جي وڏي پوک هئي. جتان حڪومت کي آبيانو وصول ٿيندو هو. پر ان جي حيثيت هڪ ڳوٺ واري هئي. 19 صديءَ ۾ يورپي عالمن هن ڏانهن توجهه ڏنو ۽ پهرين کوٽائي ٽيل ايز سلطان (Tell as Sultan) ۾ 1867ع ۾ ٿي ۽ کوٽايون، پوءِ ترتيبوار 1901ع ۽ 1904ع ۾ ٿيون. 2001ع کان هيءَ جريڪو جي هٽ هيٺ آهي.

جاگرافيائي بيهڪ طور جريڪو سامونڊي سطح کان 258 ميٽر هيٺاهين تي وادي ڪيلٽ جارڊن ماٿريءَ ۾ اين. ايز سلطان نالي چشمي جي پر ۾ موجود آهي. سلطان جي دڙي جون ٽي الڳ کوٽايون ٿيون آهن جيڪو به جريڪو بستيءَ جو حصو آهي چارلس وارن (Charles Warren) 1868ع ارنيسٽ سيلين (Ernst Sellin) ۽ ڪارل وزنجر (karl watzenger) مختلف وقتن تي هتي کوٽايون ڪيون آهن.

جريڪو کان به قديم شهر سنڌ ۾ سيوهڻ جي نالي سان موجود آهي جيڪو هزارين سالن کان جڏهن انسان غار ۾ رهندو هو پنهنجو وجود رکندو آيو آهي، پرهن بستيءَ تي تحقيقي ڪم نه ٿيو آهي. سنڌ جو هيءَ واحد شهر آهي، جتي انسان جي رهائش جا، شڪاري دور کان به اڳ، جا آثار ملن ٿا ۽ هيءَ شهر (سيوهڻ) اڄ تائين وسيل آهي.

**جريم:** تعلقي ٽنڊي الهيار جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:
علي مراد لغاري، علي خان لغاري، صاحب لغاري ۽ يوسف لغاري.

**جڙادار ڦلڙي** (زيور): جڙادار ڦلڙيءَ جا ڪيترا قسم ٿين ٿا. هن کي ڊول (ڊزائين) موجب ٽڪي ڦلڙي (ٽن ٽڪن/آرسين واري ڦلڙي) چاري واري ڦلڙي ۽ ڪنگريءَ واري ڦلڙي به چئبو آهي. ان کان سواءِ ٽڪين وارين ڦلڙين جي قسمن ۾ هڪ ٽڪي، پنج ٽڪي ۽ ست ٽڪي ڦلڙي به ٿيندي آهي.

**ٺاهڻ جو طريقو:** جڙادار ڦلڙي رچ ۽ جڙاءَ جي ميلاپ سان ٺهي راس ٿئي ٿي. پيش سون ۾ رتيون چانديءَ جي ڦيٽ ۾ ملائي، سون کي ڏنگيءَ جي صورت ۾ آڻي، اڌ ڏنگيءَ جو پترو گهڙبو ۽ اڌ ڏنگيءَ جو تندور وگهري منڊريءَ مان تار ڇڪبي آهي. تار ڇٽيهين (36) ماپي مان ڪڍي سنهي ڪبي آهي. سنهي تار مان 'واٽائين' وٽي، چلا ٺاهي گول ڪري رکي ڇڏبا آهن. باقي تار کي چپ ڏيئي رچ ڪٽڻ واري ڪتر سان رچ ڪٽي، هڪ هڪ داڻو ڪٽي چيٽي تي منڊبو آهي، تان جو سڄو چيٽو پرچي ويندو. پوءِ بتي ٻاري 'ڏيئڻ' تي رکي هر هڪ داڻي کي ڪٽي تکي 'ڦوڪ' ڏبي ته سڀ داڻا گول ٿي ويندا. انهيءَ کي 'رچ اپارڻ' چئبو آهي. رچ اپارڻ کان پوءِ چيٽو ڪنهن رُڪ جي ٿانو ۾ رکي هٽ سان پوري ڏوڻ ڪٽي ڦوڪ ڏبي آهي. سڙيل چيٽو ڦلهيار جي صورت ۾ اڏامي ويندو، باقي رچ وڃي تشلي ۾ رهندو. رچ کي 'ڪٽي' ۾ وجهي ڇڏبو. صاف ٿيڻ کان پوءِ انهيءَ رچ کي في الحال ڪنهن وٽيءَ ۾ رکبو آهي. باقي ٿلهي تار مان 'سيل' ٺاهيندا آهن. سيلن کي سرائيءَ تي ويڙهي گول ڪري گهڙي ٺاهيندا آهن ۽ ٻين سيلن مان چمٽي سان منهن ملائي پتي ٺاهيندا آهن. هڪ ڦلڙيءَ ۾ پنج 'پتيون' هونديون آهن ۽ گري وچ ۾ هوندي آهي. گريءَ جي مٿان چلو رکبو آهي، اهو چلو تار مان 'ڪرڙي' تي هٽي گرم ڪري واري چلو ٺاهي رکي ڇڏبو آهي ۽ وري هئي ڪم ۾ هٽ وجهبو آخر ۾ رائي پنو آئي (ڳاري) چپي، ڪاغذ جهڙو سنهو ڪري في الحال رکي ڇڏبو. پوءِ ڳنڍڻ، جوڙڻ ۽ ساڌڻ جو مرحلو شروع ڪبو آهي.

سڀ کان پهرين پترو ارڻ تي سڌو ڪري وچ واري گهري ۽ پتيون واٽائين چلي جي وچ ۾ رکي جَوَ سان چهٽائي، رچ، ساڌڻ شروع ڪبي. رچ جو هڪ هڪ سنهون اهر جي ڏاٽي ۾ ترو لاٽو ڪٽي چمٽي (چٽ) سان رکبو. تان جو سڄي ڦلڙي منڊ جي ساڄي ويندي ساڌڻ کان پوءِ سيئي شيون ترتيب سان رکي رائي پنيءَ جا ڦر (ٽڪ) هربي ۾ پسائي مٿانئس رکي ڦوڪ ڏئي ٽاڪو وهائي ڇڏبو آهي. تان جو رچ ۽ خانا پڪا ٿي وڃن. انهيءَ کان پوءِ ڦلڙي ڪٽي ۾ وجهي ڇڏبي آهي. صاف ٿيڻ کان پوءِ پيچ هٽي جنسار ڪري برش سان اوجر ڪيل، پوءِ سونا گيڙو هٽي سڪائي وينجهروٽ رواني ڪبي ته جيئن سڄي جڙاداري ڪري سينڌور هٽي تيار ڪري ڏئي. ڦلڙيءَ ۾ منڊڻ جي لحاظ کان رچ ساڌڻ جا نمونا گهڻا ٿيندا آهن. جنهن جي ڪري اها ڦلڙي مختلف ڊزائين جي ٿيندي آهي. ڦلڙيءَ کي ٺاهڻ ۾ هٽ جي جهل جو سڄو ڪمال آهي، جيئن سڀ داڻا پنهنجي پنهنجي جاءِ تي بيهي رهندا آهن ۽ سونهن ڏيکاريندا آهن. جڙاءَ جي ٽڪن ۾ ٽي رنگ سائو، ڳاڙهو ۽ آسماني استعمال ٿيندا آهن. هن ڦلڙيءَ جا ڳهاڙيتي جي لحاظ کان هيٺيان قسم آهن.

1- ست ٽڪي ڦلڙي (هن ڦلڙيءَ ۾ شيشي جون ست ٽڪيون استعمال ٿينديون آهن).
2- ٽيرهن ٽڪي ڦلڙي (هن ڦلڙيءَ ۾ تيرنهن ٽڪيون ڪم اينديون آهن).
3- بُرج واري ڦلڙي

**جڙادار ڦلڙي:** ڦلڙي اتر سنڌ ۾ پاتي ويندي آهي، ان کان سواءِ بلوري واري ڦلڙي، ميرپور بلوري جي ڪاريگرن جو مخصوص ڳهاڻ آهي ۽ انهن جي پليان ياد ڪئي ويندي آهي. ٽئي واري ڦلڙيءَ تي ٽئي جي ڪاريگرن جي ڳهاڻ جي ڪري اهو نالو پيو آهي.

**جڙيل شاھ جيلانيءَ جو مقبرو:** هي مقبرو خيرپور ناٿن شاھ ضلعي دادوءَ ۾ آهي، سيتا جي اتر ۾ هڪ پڪي روڊ سان موجود آهي. مقبرو چورس رٽ جو آهي، مٿان گنبذ اٽس ۽ ان جي مٿان ڪلسو ٺهيل آهي. اندر مختلف

رنگن سان مختلف مهندسي چٽ نڪتل اٿس. هن مقبري جي چڻن جي انڪري به افاديت آهي، جو اهي مرمت ۾ ڊاٿا ڪو نه ويا آهن. روضي ڪي اولهه ۾ دروازو ڏنل آهي. اتر پاسي ساڄي ڪان ڪاهي واريون قبرون هرهڪ سيد حاجن شاهه، صابن شاهه، نواز علي شاهه ۽ والي ڏني شاهه جون آهن. ڏکڻ ۾ دريءَ وٽ جيڪا قبر آهي، سا جڙيل شاهه وڏي جي آهي. ڪمرو چورس آهي، پران ڪي ڪنڊ- جوڙون (squinches) ڏئي اٺڪنڊو ڪيو ويو آهي. مٿي هلي ان ڪي سورنهن ڪنڊو ڪيو ويو آهي. هر هيو پاسو سوراخدار ۽ گرلن سان آهي، باقي اٺ پاسا ڇٽيل آهن. اندر هڪ پاسي ڪتبو لڳل آهي، جنهن تي سن 1300هجري لکيل آهي، جيڪو شايد روضي جي ٺهڻ جو سال هجي، نه ته بزرگ ايجا ايامي آهي. مقبري جي ٽن پاسن ڪان قبرون آهن، باقي حصو خالي آهي. خالي حصو ميلي جي وقت ماڻهن سان پريل رهي ٿو هن بزرگ جي حياتيءَ جواحوال ڪو نه ٿو ملي.

**جڙيل شاهه، سيد:** سيد جڙيل شاهه دادو شهر جي معزز شخصيتن ۾ شمار ٿيندو هو. هندو خواهه مسلمان سندس ڏاڍي عزت ڪندا هئا. هو دادو ميونسپل ڪاميٽيءَ جو صدر به رهيو ان عرصي دوران هن شهر جي ڀلائيءَ جا ڪيترائي ڪم ڪرايا. سير سفر جو ڏاڍو شوقين هو دنيا جي ڪيترن ئي ملڪن جا سير ڪيائين. هر نئين ايجاد خريد ڪندو هو.



ڪيس ڪو به اولاد نه هو وفات ڪان پوءِ ڪيس وصيت موجب نوراني مسجد جي مڪيه دروازي پرسان دفن ڪيو ويو سندس مزار مٿان مقبرو اڏيو ويو آهي، پنهنجي جيئري ئي مال ملڪيت غريبن ۽ بي سهاري ماڻهن لاءِ وقف ڪري ڇڏي هئائين، انهيءَ ڪري اڄ تائين، هر سال رمضان مهيني ۾ جڙيل شاهه ٽرسٽ طرفان غريب شاگردن ڪي اسڪالرشپ ڏني ويندي آهي. تازو سيد جڙيل شاهه جي نالي پٺيان جڙيل شاهه مارڪيٽ به قائم ڪئي وئي آهي.

**جَزمَ:** املا جي قاعدي موجب حرف ڪي ساڪن ڏيکارڻ جي نشانيءَ ڪي جزم چئبو آهي. جيئن ته سنڌي هوليءَ جو رسم الخط نسخ آهي ۽ عربي هوليءَ جي تقليد ۾ مقرر ٿيل آهي، ان ڪري جيئن عربي تحرير ۾ ڪنهن اکر جو اُچار ساڪن ڪرڻ لاءِ خاص 'جزم' جي نشاني مقرر ڪيل آهي، اها اکر جي مٿان ڏيڻ سان مقصد پورو ٿي ويندو آهي. مثلاً: بزم، علم ۽ مشق وغيره.

**جزيو:** هيءَ اصطلاح، لفظ 'جزا' مان نڪتل آهي. اسلامي تشريح موجب 'جزيو' ان وقت واجب ٿيندو آهي، جڏهن غير مسلم دشمن هٿيار ڦٽا ڪن ۽ مسلمانن سان سندن معاهدو اسلامي اصولن مطابق طئي ٿئو ٿئي ۽ اهي پنهنجي مذهب تي قائم رهندي، الله تعاليٰ ۽ رسول صلي الله عليه وسلم جي حفاظت ۾ ذميداريءَ ۾ اچڻ قبول ڪن. جزيي تي وصولي فقط هڪ سال گذرڻ ڪان پوءِ ٿيندي. جيڪڏهن ڪو غير مسلمان، مسلمان ٿيندو ته ان تان جزيو معاف ٿي ويندو آهي. جزيي جي رقم ايتري ته گهٽ مقرر ڪئي وئي آهي، جو هر ڪو اها ادا ڪري سگهي ٿو جزيي جي وصوليءَ ۾ نرميءَ جي تلقين ڪئي وئي آهي، جزيي جي رقم امام ابو حنيفه جي دؤر ۾ اميرن تي 48 درهم ۽ غريبن تي 24 درهم مقرر ڪئي وئي هئي. اهل ڪتاب ۽ مجوسي ڪان جزيو وٺڻ بابت سمورن فرقن وارا متفق آهن. امام ابو حنيفه جي چوڻ موجب عرب ڪان سواءِ هر ڪافر ۽ مشرڪ ڪان جزيو وٺي سگهجي ٿو پوءِ چو نه اهو مجوسي هجي يا صابي يا بت پرست. نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم يهودين، نصارن ۽ مجوسين ڪان جزيو وصول ڪري ڪين مذهبي آزادي عطا ڪئي هئي.

**جست:** هيءَ هڪ قسم جو ڌاتو آهي، جيڪو سفيد رنگ جو هوندو آهي ۽ قلعي ڪان ٿورو دير سان پگهرندو آهي. هيءَ هڪ عنصر(Element) آهي، پر خالص حالت ۾ نه ملندو آهي. هي سلفائيڊ آف زنڪ جي صورت ۾ ملي ٿو انهيءَ ڪري سلفائيڊ آف زنڪ مان جست ٺاهڻ جا ڪارخانا موجود آهن. قديم زماني مٽيئن مرڪب ڪي ٽامي سان ملائي پٽل جا ٿانوَ ٺاهيا هئا.

پهريون دفعو حڪيم بارڪل سوس سوئٽزرلينڊ جي رهاڪو 1541ع ۾ هن ڪي خالص حالت ۾ ظاهر ڪيو. جست جي استعمال سان ڪيڊمم شيهي ۽ پاري جو زهر ختم ٿي وڃي ٿو سنڌ ۾ جست جي ٿانون جو استعمال اجا رائج آهي، جست جي ڪوٽ سبب ريٽينا (اک جي بناوٽ جو هڪ حصو) جي گهرڙن ۾ ڀڃ ٽوڙ شروع ٿي ويندي آهي. هارن ڪي دست هجن ته ان لاءِ جست ڪم آڻبو آهي. جست ڪي عربي ۾ شبه، فارسيءَ ۾ جس سنسڪرت ۾ ش بنگاليءَ ۾ دست، انگريزيءَ ۾ Zinc ۽ لاطينيءَ ۾ Zinc Metalicum چيو وڃي ٿو هن جو مزاج گرم ۽ خشڪ آهي. سنڌ ۾ آڳاٽي وقت ۾ ٺڪرجي ٿانوَن ڪانسواءِ جست جا ٿانوَ به استعمال ڪيا ويندا هئا، جن ۾ گلاس، ٿالهيون، وٽيون وغيره شامل آهن.



**جسپتراءِ مل:** جسپتراءِ مل، ديوان گدو مل جو پاءُ هو هن جا وڏا اصل سيٺپور جا رهاڪو هئا. سندن پيءُ اڏيو مل، ميان آدم شاهه ڪلهوڙي وٽ ملازم هو حيدرآباد ۾ گدواڻي آڪهه، گدو مل جي پٺيان سڏبي هئي ۽ هن وقت به حيدرآباد ۾ ٽندو گدو مل، گدواڻي گهٽي ۽ گدو بندر، گدو مل جا يادگار آهن. هن خاندان جي ڪلهوڙن وٽ وڏي عزت هئي، پر جيئن ئي هالاڻيءَ جي جنگ ڪان پوءِ ٽالپرن جي حڪومت شروع ٿي ته ديوان گدو مل ۽ قيصر نظاماڻيءَ تيمور شاهه وٽ ويجي مير فتح علي خان ٽالپر جون گلائون ڪيون ۽ جڏهن اها خبر مير صاحب ڪي پئي ته قيصر نظاماڻي ته انهيءَ ڊپ ۾ مري ويو باقي گدو مل ڪي تلوار سان قتل ڪيو ويو انهيءَ جي اباڻو جسپتراءِ مل جي ٽالپر درٻار ۾ وڏي عزت هئي ۽ مختلف ملڪن ۾ ٽالپرن جي سفير طور موڪليو ويندو هو.

**جسڪاڻي** (ذات): هن ذات وارن جو تعلق بلوچ قبيلي سان تعلق رکي ٿي. روايتون آهن ته 'بلوچ خان' نالي هڪ بلوچ سردار جي پٽ جو نالو 'جسڪ خان رند'

هو هنن جو اولاد جسڪاڻي سڏجڻ لڳو. جنهنجو شجرو ڪتاب ’بلوچ قوم اور ان ڪي تاريخ‘ ۾ ’چاڪر اعظم، سهه دار خان، مير رند، بلوچ خان، جسڪ خان، جسڪاڻي رند بلوچ‘. ان مان واضح ٿئي ٿو ته هن ذات جا ماڻهو رند قبيلي منجهان آهن. ان سان گڏوگڏ هيءَ ذات هيٺين قبيلن جهڙوڪ: ’گورچاڻي، جتوئي، دريشڪ، ڊومڪي، جو پاڙو آهي، جتن جي قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ جسڪاڻي آهي، جيڪي سماٽ سڏجن ٿا.

**جسڪاڻي**[2]: تعلقي ڪوٽڏيجيءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جسڪاڻي، نظرعلي، ڪيريا، ڪلادي، پوٺو خان خاصخيلي، حاجي ڏنل پلهه، شيرمحمد شيخ، محمد خان ڪيريو نظرعلي جسڪاڻي ۽ سهراب ڪيريو

**جسڪاڻي**[3]: تعلقي نوشهري فيروز جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ جسڪاڻي، گل محمد مشوري ۽ صديق موچي ڳوٺ شامل آهن.

**جسڪاڻي، لعل بخش**: پروفيسر لعل بخش جسڪاڻي، ڪوٽڏيجيءَ کان ڇهه ڪلوميٽر اولهه طرف ڳوٺ جسڪاڻيءَ ۾ پهرين جنوري 1947ع تي قائم خان جسڪاڻيءَ جي گهر ۾ جنم ورتو. چار درجا سنڌيءَ جا پنهنجي ڳوٺ ۾ پڙهي ڪوٽڏيجي هاءِ اسڪول مان مئٽرڪ ڪئي. سچل سرمست ڪاليج حيدرآباد مان بي. اي ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ايم. اي (سماجيات) ترتيبوار 1966ع ۽ 1968ع ۾ ڪيائين. 1972ع جي آخر ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي سماجيات (سوشيالاجي) شعبي ۾ ليڪچرار مقرر ٿيو. جتان بعد ۾



يونيورسٽيءَ جي پهرئين تحقيقي تدريسي مرڪز پاڪستان اسٽڊي سينٽر جي پهرئين استاد (Faculty Founding Member) طور شامل ٿيو. انهيءَ زماني ۾ ڊاڪٽر حميده کهڙو پاڪستان اسٽڊي سينٽر ۽ تاريخ جي شعبي جي گڏيل سربراهه هئي. هن ڊاڪٽر حميده کهڙو جي سربراهيءَ ۾ پاڪستان اسٽڊي سينٽر کي هڪ جديد تحقيقي ۽ تدريسي مرڪز طور اڀارڻ لاءِ جدوجهد ڪئي. نتيجي طور محققن اسڪالرن لاءِ وسيلن جي مرڪز طور هن شعبي ۾ جديد قسم جي لائبريري قائم ٿي، جنهن ۾ ڏهن هزارن کان مٿي پاڪستان ۽ ننڍي کنڊ جي اهم موضوعن تي چونڊ ۽ نوان ڪتاب شامل ڪيا ويا. پروفيسر جسڪاڻي سينيئر استاد جي حيثيت ۾ تحقيق جي طريقن جهڙي اهم مضمون پڙهائڻ سان گڏ ايم. اي فائنل جي شاگردن جي لازمي مضمون جي تحقيقي مقالن جي تياريءَ لاءِ رهنما طور به ڪم ڪيو سنڌي ۽ انگريزي ٻولين جو سٺو ليکڪ، هن سئو کان مٿي تحقيقي مقالا لکي چڪو آهي، جن مان ڪجهه ڇپيل ۽ ڪجهه اڻ ڇپيل آهن. سندس پهريون ڪتاب ’سماجيات جو تعارف‘ علم سماجيات بابت ملڪ جي چئن وڏين ثقافتن (سنڌي، بلوچي، پشتون، پنجابي) ۽ انهن جي سماجي سرشتن تي هڪ ضخيم ۽ سائنسي بنيادن تي تيار ٿيل پهريون تحقيقي ڪتاب آهي. هن جي ٻين ڪتابن ۾ : رٽائرمينٽ کان پوءِ تحقيقي ۽ تدريسي ڪمن سان گڏ تصنيف ۽ تاليف جي ڪم ۾ مصروف زندگي گذاري رهيو آهي.

**جسڪاڻي، محمد مٺل**: ليکڪ محمد مٺل جسڪاڻيءَ جو جنم، 15 جنوري 1961ع ۾ ڳوٺ ٽئونر جسڪاڻي، ضلعي حيدرآباد ۾ ٿيو سنڌ زرعي يونيورسٽي ٽنڊي جام مان پلانٽ



پيٿالاجيءَ ۾ ايم. ايس. سي ڪيائين، اتي ئي 1984ع تائين ڪُنيين جي هٽرادو پوک متعارف ڪرائڻ واري پهرئين تحقيقاتي پروجيڪٽ ۾ ريسرچ آفيسر مقرر ٿيو 1989ع کان باغبانيءَ واري تحقيقاتي اداري ميرپورخاص ۾ اسسٽنٽ پلانٽ پيٿالاجسٽ ۽ 1994ع کان زرعي تحقيقاتي اداري ٽنڊي جام ۾ اسسٽنٽ ريسرچ آفيسر طور ڪم ڪري رهيو آهي. هيءَ هڪ ليکڪ جي حيثيت سان زرعي معلوماتي مضمون به لکندو رهي ٿو. هن جا زرعي ۽ ادبي موضوعن تي 100 کان وڌيڪ مضمون مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيل آهن. هيءَ ماهوار ’جديد زرعي کوجنا‘ جو ايڊيٽر آهي.

**جسڪاڻي، مشتاق**: سنڌ جي ناماري اداڪار مشتاق جسڪاڻيءَ 1931ع ڌاري سرهاڙيءَ ۾ جنم ورتو هن جي تعليم گريجوئيشن آهي. گريجوئيشن بعد پوليس کاتي ۾ صوبيدار ٿيو پر اداڪاريءَ جي شوق ۾



نوڪري ڇڏي ڏنائين. سنڌي ڊرامن ۽ فلمن لاءِ اداڪار طور سندس ڪم هميشه ياد رهندو. هو سٺو شاعر به رهيو آهي. سندس شعر ”مون اهڙي خطا ڪا نه ڪئي، مون توکي دل سان پيار ڪيو“ تمام مشهور آهي. هن پنهنجي ڪيريئر جي شروعات 1965ع ڌاري اسٽيج ڊرامن کان ڪئي. سندس پهرين سنڌي فلم ’رنگ محل‘ ۽ پهريون سنڌي ڊرامو ’زينت‘ آهن. سندس آخري فلم ’پرهه‘ ۽ آخري پي ٽي وي ڊرامو ’راڄ ڀاڳ‘ هو. مشتاق جسڪاڻي پنهنجي ڪيريئر دوران 450 ٽي وي ڊراما ڪيا، جن ۾ اردو ۽ سنڌيءَ جا سيريل، لانگ پلي ۽ سولو پلي شامل آهن. سنڌ ٽي وي ۽ ڪي ٽي اين جي ڪافي ڊرامن ۾ ڪم ڪيائين. سنڌ ٽي وي جي ٽيلي فلم ’شمن ميرالي‘ ۽ ’مان عاشق تنهنجو آهيان‘ ۾ به ڪم ڪيائين. هن جو سنڌ ٽي وي تان آخري ڊرامو ’هاءِ ڙي ٻاٻا‘ ٽيليڪاسٽ ٿيو جڏهن ته هن سولو پلي ’گناهه ۽ اعتراف‘ جي ڊائريڪشن به ڏني. مشتاق جسڪاڻي 19 سنڌي فلمن ۾ ڪم ڪيو جن ۾: ’پرو‘، ’سوڍا پٽ سنڌ جا‘، ’رنگ محل‘ ۽ ’دشمن‘ وغيره اهم آهن. مرحوم 25 کان وڌيڪ اسٽيج ڊرامن ۾ ڪم ڪرڻ سان گڏ ريڊيو ڊرامن ۾ به صداڪاري ڪئي. سندس پي ٽي ويءَ جي مشهور ڊرامن ۾ اردو

سيريل 'ديوارين' ۽ سنڌي سيريل 'راڻي جي ڪهاڻي' اچن وڃن ٿا. 'ديوارين' ۾ سندس ڪردار تمام گهڻو پسند ڪيو ويو ۽ خاص ڪري سندس ڊائلاگ، 'بات هي ڪہ جُٺ هي' ۽ 'بات هي سمجهہ ڪِي' تمام گهڻا مشهور ٿيا ۽ هن سيريل کيس ملڪي سطح تي تمام وڏي مشهوري ڏني. 'ديوارين' جي ڪردار تي مشتاق جسڪاڻيءَ کي ثقافتي تنظيمن ڪيترا اوارڊ بہ ڏنا، پر 'ديوارين' سميت کيس ڪنهن بہ سيريل تي پي ٽي وي اوارڊ نہ ملڻ جو ڏک آخر تائين رهيو. اداڪاريءَ سان گڏ ڊرامن جي ڊائريڪشن ۽ فلمن لاءِ ڪهاڻيون ۽ فلمي گانا بہ لکيا. سنڌ ترقي پسند پارٽيءَ پاران کيس بهترين اداڪار جو 'مادر وطن' لائيف ٽائيم اوارڊ بہ مليو. هن ناميار اداڪار 2009ع ۾ وفات ڪئي.

**جسوڏڻ:** ڪتاب 'تحفة الڪرام' ۾ عربن جي دور ڪانپوءِ سنڌ ۾ ستن راڻن جي سرداريءَ جو ذڪر ٿيل آهي، جن مان هڪ جو نالو 'جسوڏڻ آگرو' هو. جنهن کي برهمڻ آباد جو حاڪم ڄاڻايو ويو آهي. انهيءَ لحاظ سان جسوڏڻ آگرو، برهمڻ آباد واري ايراضي، جيڪا لوهاڻي درياهہ سان لڳندي هئي، ان جو پڻ حاڪم هو. جيئن تہ هيٺ لاڙ ۾ "پٽيهل جو ڍورو"ساڱئي درياهہ جي شاخ هو. ان ڪري شاهہ سائينءَ جي رسالي جي سُر ڏهر ۾ جسوڏڻ راءِ جو ذڪر پٽيهل ڍوري سان لاڳاپيل آهي. سنڌ جي سگهڙ راوين کان جسوڏڻ جا جيڪي اهڃاڻ مليا آهن، تن مان معلوم ٿئي ٿو تہ جسوڏڻ، مُهڙ جو پٽ هو. جنهنکري سگهڙن کيس 'جسوڏڻ مهراڻي' جي نالي سان بہ سڏيو آهي.

**جسونت سنگهہ ۽ جئسنگهہ:** مغل بادشاهہ شاهجهان جي اولاد ۾ تخت ۽ تاج تي وڏا اختلاف هئا. دارا شڪوه ولي عهد ۽ شاهجهان جو پيارو پٽ هو. پر اورنگزيب هن سان حسد رکندو هو. ان ڪري 1067هہ/1656ع ۾ جڏهن شاهجهان بيمار ٿيو تہ اها ڪشمڪش ايجا بہ وڌي وئي ۽ نيٺ رمضان 1068هہ/1657ع ۾ اورنگزيب پنهنجي پيءُ شاهجهان کي بيماريءَ جي حالت ۾ قيد ڪري پهرين ذوالقعد 1068هہ/ 21 جولاءِ 1658ع تي پنهنجي بادشاهت جو اعلان ڪيو. بعد ۾ پيءُ تي ظلم ۽ ڀائرن کي قتل ڪري تخت تي غاصبانہ قبضو ڪيائين. ان ڪانپوءِ عالمگير ۽ دارا شڪوه جي وچ ۾ جنگ لڳي، جنهن ۾ دارا شڪوه کي شڪست آئي ۽ هن سنڌ ڏانهن رخ ڪيو

دارا شڪوه، جسونت سنگهہ کي پنهنجي مدد لاءِ پاڻ سان ملايو. پر ان کان اڳ ۾ ئي عالمگير جئپور جي راجا جئہ سنگهہ کي خط لکيو تہ دارا شڪوه جيئن ئي گجرات پهچي، کيس گرفتار ڪيو وڃي. راجا جئہ سنگهہ ذاتي طور دارا شڪوه جو سخت مخالف هو. هڪ دفعي جئہ سنگهہ رنگا رنگي ڪپڙا پائي دربار ۾ آيو تہ دارا کلندي طنزيہ انداز ۾ کيس ٽوڪيندي چيو هو اڄ ميرائين جهڙو پيو لڳين. اها ٽوڪ هن کي تمام ڏکي لڳي هئي ۽ هميشہ پيو وجهہ ڳوليندو هو تہ پلاند وٺان. آخرڪار هن معاملي ۾ راجا جئسنگهہ، جسونت سنگهہ کي دارا شڪوه کان باغي ڪري وڌو ۽ جسونت سنگهہ راجا جئسنگهہ جي مدد سان عالمگير وٽ حاضر ٿي منصب ۽ جاگير بحال ڪرائي موٽي جوڌپور پهتو. دارا شڪوه کي جڏهن هن معاملي جي خبر پئي تڏهن پنهنجي پٽ سپهر شڪوه کي جسونت سنگهہ ڏانهن جوڌپور موڪليائين، پر شهزادو سپهر شڪوه نا اميد ٿي موٽي آيو. جسونت سنگهہ جي بيوفائي دارا شڪوه کي مجبور ڪيو تہ پنهنجي لشڪر تي ڀاڙي عالمگير سان جنگ ڪري، جنهن جي نتيجي ۾ اجمير وٽ ٻنهي لشڪرن جي وچ ۾ لڙائي (11 کان 13 مارچ 1659ع) تائين لڳي، جنهن ۾ دارا کي شڪست ملي. دارا نهايت بي سرو سامانيءَ جي حالت ۾ ڪڇ جو رڻ اُڪري، بدين کان ٿيندو ٺٽي، سيوهڻ ۽ بکر کان ٿيندو سيويءَ پهتو. جتي 29 رمضان 1069هہ/ 10 جون 1659ع ۾ کيس گرفتار ڪيو ويو. دارا قيديءَ جي حيثيت ۾ دهليءَ پهتو. جتي اورنگزيب جي حڪم تي دارا جو مٿو اگهاڙو ڪري ٻانهون پٺيءَ پويان ٻڌي، هاٿيءَ تي چاڙهي کيس دهليءَ جي شهر ۾ گشت ڪرايو ويو ۽ انهي ڏينهن 29 آگسٽ 1659ع تي عالمگير خلاصي دربار ڪوٺائي دارا جي قتل جو حڪم جاري ڪيو. دارا کي پنهنجي پيءُ شاهجهان سان گڏ قيد ۾ رکيو ويو. دارا جي قتل حڪم جو ٻڌي سڄي شهر ۾ فساد جي باهہ ڀڙڪي اٿي، انهن حالتن کي مد نظر رکندي عالمگير حڪم ڪيو تہ دارا جو جلد از جلد سر قلم ڪيو وڃي، جنهن ڪانپوءِ جلد دارا جو سر قلم ڪيو ويو. جئسنگهہ ۽ جسونت سنگهہ ٻنهي ملي دارا کي گرفتار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. اهي دارا جو تعاقب ڪندا اچي نصرپور رسيا، اتان کان هالا ۽ پوءِ بکر وٽ رسيا، جتي کين جيئن ئي دارا جي گرفتاري جي خبر ملي، ٻئي تيزيءَ سان سيريءَ ڏانهن روانا ٿيا.

**جسو ۽ جسراج:** جسو ۽ جسراج سما دور جي تاريخي ڪردار لاکي ڦلاڻيءَ جا جگري دوست هئا، جن کي ريٻارين راءِ ڪنگهار جي مدد سان ماري وڌو هو. لاکي ڦلاڻي ٻنهي دوستن جو وير وٺڻ لاءِ ريٻارين جون لوڙيون هڻڻ شروع ڪيون ۽ کين ڏاڍو سوڙهو ڪيو. سنڌي ڪلاسيڪي شاعريءَ ۾ جسي ۽ جسراج ۽ لاکي جو ان حوالي سان ذڪر موجود آهي:

پڇٽا ٻُلي نگّيو، ڏيئي پاڪوڙي پير،
جسي ۽ جسراج جو، مٿي وانڍين وير،
ڪَڄَ رهندو ڪيرُ، جئن لاکو لوڙائو ٿيو!

*(شاهہ جو رسالو: مرزا قليچ بيگ، سر ڏهر، فصل چوٿون، بيت نمبر10، ص: 715)*

**جشن واسواڻي، دادا:** ناليواري شخص ۽ روحاني پيشوا جشن واسواڻيءَ 2 آگسٽ 1918ع تي شري پهلاج راءِ واسواڻيءَ جي گهر حيدرآباد سنڌ ۾ جنم ورتو. سندس ماءُ جو نالو ڪرشنا ديوي هو. دادا جشن ننڍي هوندي کان ئي هوشيار ۽ ذهين هو. هن 13 سالن جي عمر ۾ مئٽرڪ پاس ڪئي ۽ ڪاليج ۾ داخل ٿيو. جتي ٻاڻ عام شاگردن جيان فارغ ويهي وقت ڪٽڻ بجاءِ ليبارٽريءَ ۾ ويهي ڪنهن نہ ڪنهن عنصر (Element) تي تجربا ڪندو هو. قابليت ۽ پڙهڻ، پرائڻ واري



جذبي هئڻ ڪري، جشن واسواڻي ڪاليج ۾ هر دل عزيز هوندو هو. ايم. ايس. سي فرسٽ ڪلاس ۾ ڪرڻ ڪانپوءِ ڪاليج ۾ فيلو جي حيثيت سان فرض سرانجام ڏيڻ لڳو. ايم. ايس. سي دوران هن وي. رامن سائنسدان جي ايڪسري تي وڏيڪ ڪوجنا ڪئي. طبعيت صوفياڻي مزاج جي هئڻ سبب 1939ع ڌاري سنڌ جي نامور عالم ۽ سنت دادا ٽي. ايل واسواڻيءَ جي سنگ ۾

اڇي ان جي سيوا ڪرڻ لڳو ۽ ڪنهن به سرڪاري توڙي نيم سرڪاري نوڪريءَ طرف ڌيان نه ڏنائين، بلڪ ساڌو واسواڻيءَ جي خدمت ۾ اٺ ئي پهر حاضر رهندو هو. ان دوران جشن واسواڻي، ساڌو ٽي. ايل. واسواڻيءَ جي هٿان به لکندو ويندو هو. ان عرصي ۾ هن 'Excelsior' نالي سان هڪ مخزن ڪيو ڪئي، جنهن ۾ خاص طور سنتن ۽ ستپرشن بابت مواد هوندو هو. سندس لکيل مقالي 'دي اسٽوري آف دي سمپل مئن' تي 'آمريڪا انٽرنيشنل اڪيڊمي' کيس اعزازي ڊگري ڏني. هن سنت ساڌو واسواڻيءَ جي سنگ ۾ ئي رهڻ کي ترجيح ڏني، پر ساڌو واسواڻيءَ جي حڪم تي سينٽ ميران ڪاليج جو پرنسپال ٿيو ۽ اتي رنگ نسل کان مٿانهون ٿي انسان دوستيءَ ۽ محبت جو درس ڏنائين. هن جي تقرير توڙي تحرير ۾ وڏي ڪشش آهي. دادا جشن جا انگريزي ۽ سنڌيءَ ۾ ڪيترا تحقيقي مقالا لکيل ۽ ڪتاب ڇپيل آهن. 1961ع ڌاري پارٽ ۾ آيل ٻوڏ سبب ستايلن جي هن خوب سهائتا ڪئي. مالي طور خوشحال گهراڻي جو فرد آهي ۽ سخاوت ۾ غريب پرور آهي. جاندارن کي نه مارڻ، انهن سان پيار ڪرڻ ۽ رحم ڪرڻ جي تلقين ڪندو رهندو آهي. دادا جشن واسواڻي 'انجلي' تخلص سان شاعري به ڪندو آهي. سندس شاعريءَ ۾ ملڪي محبت، انسان دوستي ۽ پيار جا جذبا نمايان طور نظر اچن ٿا.

هن وقت پوني ۾ ساڌو ٽي. ايل. واسواڻي ٽرسٽ جو سنڀاليندڙ آهي، جنهن پاران ڪيترا اسڪول، ڪاليج ۽ آشرم هلن ٿا. سڄيءَ دنيا ۾ سنڌي ماڻهن کي مادري ٻولي سنڌيءَ ۾ تعليم پرائڻ ۽ سنڌي ڳالهائڻ لاءِ زور ڀريندو رهندو آهي. سندس تقريرن ۾ سمورن مذهبن جي تعليم جي جهلڪ ۽ انيڪتا ۾ ايڪتا جو درس ملندو رهي ٿو.

دادا جشن واسواڻي 2005ع ۾ 56 سالن جي وڇوڙي کانپوءِ سنڌ ياترا تي آيو هو ۽ سنڌ کان پوني واپسيءَ بعد، دادا جي هڪ عقيدتمند خاتون ڪرشن ڪماريءَ دادا جي سنڌ ياترا کي 'وطن جي وڻن ڏي' عنوان سان قلمبند ڪري ڪتابي صورت ۾ ڇپرايو هو.

مشهور ڪهاڻيڪار خاتون ريتا شهاڻيءَ سندس جيون تي "جڏهن پرين ڪري ٿو پنڌ" عنوان سان سوانحي ڪتاب (2008ع) لکيو آهي. دادا جشن واسواڻيءَ جا ڪيترا ئي ڪتاب ڇپيل آهن، جن مان هيٺيان اهم آهن: (1) پشپا انجلي (1964ع)، (2) 'لاهوتي لنگهي ويا' (1966ع)، (3) 'گوڙهن جي مالها- 1'، (4) 'گوڙهن جي مالها-2'، (5) 'سانت جي پردي ۾' (1969ع)، (6) 'گوڙهن جي مالها-3'، (7) 'ڦٽيل دل جا ڦول' (1975ع)، (8) 'نوري ۽ انجليءَ جا گيت' (هن ڪتاب ۾ دادا ٽي. ايل. واسواڻي 'نوري' ۽ جشن واسواڻي 'انجلي' جا گيت/ شعر آهن)، (9) 'سنت سماگم'، (10) 'مکڙيون'، (11) 'منهنجي شرڻ آءُ'، (12) 'سهاڳڻ شانتي' (1985)، (13) 'اڄ جو ويچار'، (14) 'الله جا عاشق' (2003ع)، (15) 'The Story of Simple man'، (16) 'Peace or Perish' (2007)، (17) 'I am a Sindhi' (2008).

**جعفرآباد:** تعلقي سيوهڻ شريف جي هڪ ديهه جو نالو آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ولي محمد حمزو خان، طالب رودناڻي، شير محمد ڪوسو اسماعيل چانڊيو غلام حسين بوزدار، عارب ڪوسو لنڊ، سيال، ڦوٽو ڪوسو ۽ لاشاري.

**جعفراڻي:** جعفراڻي، بگٽي بلوچن جو هڪ قبيلو آهي.

**جعفراڻي، شمس:** شمس الحق ولد محمد جمن جعفراڻي المعروف شمس جعفراڻي 16 آگسٽ 1949ع تي ڳوٺ ارباب غلام هڱورجي، تعلقي جاتي، ضلعي ٺٽي ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم سڄاول مان حاصل ڪرڻ بعد انٽرڊي. جي سائنس ڪاليج ڪراچيءَ مان پڙهيو ۽ ايل. ايل. بي جي ڊگري سنڌ يونيورسٽيءَ مان حاصل ڪيائين. پنهنجي ڪيريئر جي شروعات حيدرآباد جي غزالي ڪاليج ۾ ڪلارڪيءَ جي نوڪريءَ سان ڪيائين. جنهن کانپوءِ روزاني 'مهراڻ' ۾ ڀهرين سب ايڊيٽر طور ڪم ڪيائين ۽ پوءِ 1967ع کان 1970ع تائين سڄاول سب ڊويزن لاءِ هن اخبار جو نمائندو ٿي



رهيو. جتان اطلاعات کاتي ۾ انفرميشن آفيسر طور ڀرتي ٿيو ان دوران وزيراعليٰ سنڌ جو پروٽوڪول آفيسر به رهيو. ستٽ ئي پي. سي. ايس جو امتحان پاس ڪيائين. جنهن بعد کيس ترتيبوار سيوهڻ، حيدرآباد، شهدادپور ۽ عمرڪوٽ جو اسسٽنٽ ڪمشنر مقرر ڪيو ويو. ڪراچي ۽ حيدرآباد جي مئجسٽريٽ جون ذميواريون پڻ چڱي نموني نڀايائين. ان ڪانپوءِ ٽن سالن لاءِ کيس لاڙڪاڻي جو ڊپٽي ڪمشنر مقرر ڪيو ويو. هن کي به پيرا ڪوٽڙي بئراج تي روينيو آفيسر ۽ پوءِ مليرڊولپمينٽ اٿارٽيءَ جو چيئرمئن مقرر ڪيو ويو. هيءُ سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جو سيڪريٽري، سنڌ سيڊ ڪارپوريشن جو مئنيجنگ ڊائريڪٽر ۽ ثقافت ۽ سياحت کاتي جو ڊائريڪٽر جنرل به رهي چڪو آهي. سنڌ جي اڳوڻي وڏي وزير ارباب غلام رحيم جي دؤر کان وٺي، سنڌ حڪومت ۾ ثقافت ۽ سياحت کاتي جو سيڪريٽري ٿي رهيو. جتان اپريل 2009ع ۾ رٽائر ڪيائين. جنهن بعد ڪجهه عرصي لاءِ ڪنسلٽنٽ طور ذميواريون سنڀاليائين. شمس جعفراڻي جيتوڻيڪ پيشي جي لحاظ کان بيورو ڪريٽ آهي، پر سنڌي ادب ۽ ادبي ادارن جي ترقيءَ ۽ واڌاري لاءِ خاص ڪوششون وٺندو رهيو آهي ۽ ادبي حلقن ۾ وڏو مان لهڻي ٿو. هن محترمہ سسئي پليجو وزير ثقافت حڪومت سنڌ جي دور ۾ شاهه شناسي ۽ اياز شناسيءَ بابت هڪ رٿا هيٺ ڪتابن ڇپائڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو آهي ۽ ڊپارٽمينٽ جي مختلف پراجيڪٽن کي مڪمل ڪرائي محڪمي جي ساک کي برقرار رکيو آهي.

**جعفراڻي، عبدالعزيز:** نامور اديب، استاد ۽ تعليمدان عبدالعزيز جعفراڻيءَ 18 جنوري 1944ع تي جاتيءَ ۾ جنم ورتو. سندس پيءُ محمد جمن جعفراڻي پيشي جي لحاظ کان استاد هو، ان لاءِ عزيز جعفراڻي بنيادي تعليم پنهنجي پيءُ جي رهنمائيءَ ۾ جاتي، ميرپورساڪري ۽ سڄاول جي پرائمري اسڪولن مان ڪئي. هن مئٽرڪ چانڊيا هاءِ اسڪول سڄاول مان ۽ انٽر آرٽس ڪاليج مڪليءَ مان ڪئي ۽ انهيءَ دوران هو پرائمري استاد ٿي رهيو. 1965ع کانپوءِ هن سيڪنڊري استاد طور سڄاول، ميرپور بٺوري ۽ ٺٽي هاءِ اسڪول ۾ ملازمت ڪئي. دوران



پرائيويٽ طور بي اي، بي. ايڊ ۽ ايم. ايڊ به ڪري ورتائين. عزيز جعفراڻي کي شروع کان وٺي تاريخ ۽ تحقيق سان لڳاءُ هو ۽ سنڌس تاريخ نويسيءَ جي لحاظ کان وڏو ڪم آهي. 'تاريخ سجاول' جيڪو محمد بن قاسم لائبريري سجاول طرفان 1986ع ۾ شايع ٿيو. سنڌس ٻيو ڪتاب 'تاريخ جاتي جا نوان ورق' 2004ع ۾ شايع ٿيو ۽ ٽيون ڪتاب 'سجاول جي سماجي، ثقافتي ۽ سياسي تاريخ' 2009ع ۾ شايع ٿيو (جيڪو پهرئين ڪتاب جو وڌايل ۽ سڌاريل ايڊيشن) آهي. عزيز جعفراڻي جنهن به اسڪول ۾ رهيو اتي ادبي ماحول پيدا ڪرڻ ۾ حصو ورتائين. هن سجاول هاءِ اسڪول مان 'سجاول مئگزين'، ڪميونٽي بيسڊ اسڪول جاتي مان 'العلم' ۽ پرفيڪٽ اسڪول سسٽم ٺٽي مان 'القانح' اسڪول مئگزين ڪڍي علم دوستيءَ جو ثبوت ڏنو. عبدالعزيز جعفراڻيءَ جو خاندان هڪ تعليم يافته خاندان آهي. ڇئن ڀائرن ۾ عزيز جعفراڻي سڀني کان وڏو هو. سنڌس ٻيو نمبر ڀاءُ شمس جعفراڻي سنڌ حڪومت ۾ ثقافت کاتي جو سيڪريٽري رهي چڪو آهي.

عزيز جعفراڻيءَ 9 مارچ 2009ع تي وفات ڪئي. کيس سجاول جي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو.

**جعفر بن يحيٰ بن خالد ابن برمڪي** (Chief Priest): جعفر برمڪيءَ جو تعلق ايراني خاندان برمڪيءَ سان هو. هن خاندان جو جاگرافيائي لحاظ کان واسطو آرمينا، بلخ ۽ پوءِ بغداد سان ظاهر ڪيو وڃي ٿو. عقيدي جي حوالي سان هن خاندان جا واسطا مختلف وقتن تي ٻڌ ڌرم، زراشتزم ۽ اسلام (شيعا فرقي) سان رهين. مسلمان ٿيڻ بعد پهريون خالد ابن برمڪ جيڪو خود اول ٻڌ خانقاهه ۾ رهندو هو عباسي گهراڻي جي پهرئين حاڪم/ خليفي ابوالعباس عبدالله (السفاح) (754-750ع) جي وقت ۾ بغداد آيو. خالد کان پوءِ سنڌس خاندان جا ٽي فرد عباسي دور ۾ مشهوري ماڻي سگهيا: (1) يحيٰ بن خالد، (2) جعفر بن يحيٰ، (3) فضل بن يحيٰ.

جعفر بن يحيٰ برمڪي کي وزارت ۽ ٻيا عهدا سنڌس پيءُ يحيٰ کان ورثي ۾ مليا، هن لاءِ اهي به روايتون آهن ته خليفي هارون رشيد جو ٽيج شريڪ ڀاءُ هو. اهوئي سبب هو ته ان کيس پنهنجو خاص مقرب مقرر ڪيو ۽ سنڌس خرچ لاءِ ڪن علائقن جي جاگيرداري به ڏني. بغداد ۾ برمڪين جو پاڙو دجله درياهه جي ڪناري سان شهر جي اوڀر ڪناري نديءَ تي هو اتي جعفر برمڪيءَ جو محل 'الجعفري' نالي تعمير ٿيل هو هن پاڙي ۾ ڪن ٻين مشهور ۽ اهم شخصيتن ڪانسواءِ جعفر برمڪي جا دوست به آباد هئا. تاريخن جعفر برمڪي کي نهايت ذهين، لائق، بااخلاق، عالم، ادب نواز ۽ پرهيزگار ڄاڻايو آهي. هن جي ڪوششن سان بغداد ۾ اسلامي دنيا جو پهريون ڪاغذ جو ڪارخانو قائم ٿيو

جعفر برمڪي جي خليفي وٽ گهڻي عزت ۽ عام کان وڌيڪ خوشحال رهڻي اڪثر درٻارين لاءِ برداشت جي قابل نه ٿيندي هئي، ان ڪري سنڌس خلاف حاجب فضل بن ربيع ۽ خليفي جا ڪن ڀرڻ ۾ شروع ڪيا. ڪن تاريخدانن هڪ واقعي کي خليفي جي ناراضگيءَ جو مکيه سبب ڄاڻايو آهي.

ابن خلدون، انهيءَ قصي جي تحقيق ڪئي، بي بنياد قرار ڏيندي لکيو آهي ته حسد جي وڇونءَ برمڪيءَ کي ڏنگيو. جعفر جي حڪومت ۾ لامحدود اختيارن عشرت واري زندگيءَ، فياضيءَ، فلاحي ۽ ترقيءَ وارن ڪمن ۾ مصروفيت، دوست نوازيءَ واري روش سبب درٻارين محسوس ڪيو ته خليفي کان وڌيڪ وزير جي عزت ٿي وئي آهي. هنن اها ڳالهه به خليفي تائين پهچائي چيو ته جعفر عباسي حڪومت جي خلاف آهي. حالتن کي آڏو رکي خليفي جي حڪمن جي تعميل ۾ ڄاڻي واڻي دير ڪئي وئي، ڇو ته ايراني شيعا عباسي خلافت جي حڪمت عملي لاءِ مسئلو پيدا ڪري ٿي. ان ڪري خليفي تڪڙو قدم کڻڻ کان گريز پئي ڪيو. نيٺ سرگوشين هٽي هنڌ ڪيو ۽ مسرور نالي هڪ شخص، جيڪو رات جو خليفي ۽ وزير سان گڏ رعيت جو حال معلوم ڪرڻ لاءِ ويندو هو. ان جعفر برمڪيءَ کي 803ع ڌاري قتل ڪري ڇڏيو ۽ سنڌس لاش جا ٽي ٽڪر ڪري بغداد جي ٽن پلين تي ٽنگيا ويا.

**جعفر خان جمالي**: مير جعفر خان ولد مير تاج محمد جمالي، 1908ع ڌاري ڳوٺ روجهاڻ جمالي، تعلقي جهٽ پٽ بلوچستان ۾ جنم ورتو هو نه صرف هڪ وڏو زميندار، سخي، سماجي ۽ سياسي اڳواڻ هو بلڪ تحريڪ پاڪستان جو اهم سپاهي ۽ جمهوريت جي تحريڪ جو رهنما به هو. هن ابتدائي تعليم پنهنجي وڏن طرفان مقرر هڪ استاد مولوي عبدالوهاب کان حاصل ڪئي. 17 سالن جي عمر ۾ سياست ۾ حصو وٺڻ شروع ڪيو ۽ آزاديءَ جي تحريڪ ۾ شامل ٿيو. هڪ مجاهد جي حيثيت ۾ انگريزن خطرو محسوس ڪري کيس نظربند ڪيو. جيل ۾ ڪيترين تڪليفون برداشت ڪيائين، پر پنهنجي ارادي تي اٽل رهيو. مسلم ليگي اڳواڻ جي حيثيت ۾ قائداعظم محمد علي جناح جو اهم ساٿي رهيو ۽ 1938ع ۾ قائداعظم جي جيڪب آباد جي دوري وقت سنڌس مثالي استقبال ڪرايائين. 1947ع واري مسلم ڪانفرنس سنڌس ئي صدارت ۾ ٿي، جنهن ۾ سنڌ ۽ بلوچستان جي نامور رهنمائن شرڪت ڪئي. هن سنڌ ۾ مسلم ليگ کي منظم ڪرڻ لاءِ ڏينهن رات محنت ڪئي ۽ مخالفن کي شڪست ڏيئي جيڪب آباد مان ايم. ايل. اي منتخب ٿيو. سنڌ ۽ بلوچستان جو هي واحد مسلم ليگي اڳواڻ هو جنهن تي ٻنهي صوبن جي ماڻهن جو ڀرپور اعتماد هو. بلوچستان ۾ تحريڪِ پاڪستان جي حمايت ۾ اخبارون ڪنديون هيون، (1) 'اسلام' (2) 'تنظيم'. 'تنظيم' اخبار جو باني مير تاج محمد جمالي هو، جنهن جو ايڊيٽر نسيم حجازي هو. مير صاحب 1946ع، 1952ع ۽ 1953ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ جو ايم. ايل. اي منتخب ٿيو. 1958ع واري ايوبي مارشلا دوران جمهوريت جي بحاليءَ لاءِ ڀرپور ڪردار ادا ڪيائين. 1964ع واري صدارتي اليڪشن ۾ هن صدر ايوب خلاف واضح طور تحريڪ هلائي، قائداعظم محمد علي جناح جي ڀيڻ فاطمه جناح جي حمايت ڪئي.



مير صاحب پاڪستان جمالي تنظيم پڻ قائم ڪئي، جنهن جي نمائندي طور اوستا محمد بلوچستان کان هفتيوار 'جمالستان' اخبار جاري ڪيائين،

جنهن تي صدر ايوب جي حڪومت بندش وڌي. هن اخبار جو ايڊيٽر محمد عمر قمبراڻي بروهيءَ کي مقرر ڪيائين. جيڪب آباد ۾ 1964ع دوران شهر ۾ لونگ شاهه جي تڪيي پرسان هڪ وڏي پلاٽ تي ويٺل سوين خاندانن کي جڏهن پلاٽ جي مالڪ اوڏن اٿارڻ چاهيو ته مير جعفر خان جماليءَ جيڪب آباد شهر پرسان جمالي واهه واري پنهنجي سموري زمين کين مفت ۾ ڏئي ڇڏي ۽ اهي بي گهر ماڻهو اتي آباد ٿي ويا. اڄ اهو علائقو جعفر آباد محلي جي نالي سان مشهور آهي. ان ڪانسواءِ سندس سماجي ۽ سياسي خدمتن کي ڏسندي بلوچستان حڪومت جهٽ پٽ يعني نصيرآباد واري سب ڊويزن کي جعفر آباد ضلعي جو نالو ڏنو. ڪيس ٻه فرزند، جن مان هڪ سڪندر حيات جمالي وفاقي حڪومت ۾ جوائنٽ سيڪريٽري جي عهدي تي پهتو. جڏهن ته ٻيو مير تاج محمد خان جمالي ايم اين اي چونڊجي مرڪزي وزير ۽ بعد ۾ بلوچستان جو وزير اعليٰ ٿيو. ان ڪانسواءِ سندس ڀائيٽو مير ظفرالله خان جمالي ايم اين اي، سينيٽر، بلوچستان جو وزيراعليٰ ۽ پاڪستان جو وزير اعظم ٿيو. چاليهه سال سياست ۾ رهڻ ۽ سنڌ ۽ بلوچستان ۾ هڪ جيتري عزت ۽ سڃاڻپ رکندڙ هي سياستدان مير تاج محمد جماليءَ پهرين اپريل 1967ع تي لاڏاڻو ڪيو.

**جعفر خان ڪوسو:** جعفر خان ڪوسو لاڙڪاڻي جي ڪوسن جو سردار هو. ”خدا يار خاني ميان سرفراز خان عباسي“ جو مصنف ميرزا عباس علي بيگ لکي ٿو: ”جعفر خان ڪوسو لاڙڪاڻي طرف ڪوسن ۽ ٻروچن جو سردار هو ۽ اتي پنهنجي رياست قائم ڪيو ويٺو هو. جڏهن سنڌ جي حاڪم ميان غلام شاهه ڪلهوڙي پهريون دفعو پنهنجي ڀائرن سان صلح ڪري سنڌ جو ٽيون حصو پنهنجي قبضي ۾ ڪيو، جنهن ۾ لاڙڪاڻو به اچي ويو هو. ان وقت لاڙڪاڻي ۽ ان جي آسپاس ڪوسن ڦرلٽ ۽ فساد برپا ڪري ڏنو ۽ بغاوت ڪرڻ لڳا. ايستائين جو جعفر خان ڪوسي خدا آباد کي ڦرڻ لٽڻ جو پڪو ارادو ڪري ڇڏيو. جڏهن ان بغاوت جي ميان غلام شاهه ڪلهوڙي کي خبر پئي، تڏهن ميان غلام شاهه خان پنهنجي لشڪر سميت لاڙڪاڻي پهتو ۽ پهچڻ سان جعفر خان ۽ ٻين ڪوسن سردارن کي مارائي ڇڏيائين، جن جي پليان هزارين ڪوسا ميان غلام شاهه جي فوج سان وڙهندي قتل ٿي ويا. ڪوسن سان گڏ ڪڪرالي جي جام ڏيسر به بغاوت ڪئي هئي.“

**جعفر خواجو:** مشهور سماجي ۽ سياسي ڪارڪن جعفر ولد رحمت الله خواجو 1867ع ڌاري جهرڪ ۾ جنم ورتو هن جهرڪ جي پرائمري اسڪول مان چئن درجن تائين تعليم ورتي. سورهن سالن جي ڄمار ۾ پير ميان صاحبڏني شاهه، شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ واري جي درگاهه جي سجاده نشين وٽ وڃي زمين جي سار سنڀال لاءِ ملازم ٿيو جتي پير صاحب سندس محنت ۽ قابليت ڏسي ڪيس پنهنجي زمينن جو ’عام مختيار‘ ۽ نگهبان مقرر ڪري ڇڏيو. ڳچ عرصي ڪانپوءِ جعفر خواجي



ميرپوربٺوري ۾ زمين خريد ڪري اتي رهائش اختيار ڪئي. هز هائينس سر آغا خان 1898ع ڌاري حيدرآباد آيو ته جعفر خواجي اسلامي حڪمن ۽ شرعي ڳالهين بابت ڪائنس کي سوال ڪيا، جنهن تي آغا خان ۽ سندس فرقي جا ماڻهو هن جا مخالف ٿي پيا. جعفر خواجي مذهبي حوالي سان ڪيترا ڪتاب: قرآن شريف جو سنڌي ترجمو خلاصته الطاعت، سوانح عمري عمر بن عبدالعزيز، چمنستان مناقب، نور ايمان، پاره سورت بني اسرائيل جو لب لباب ڇپرايا. خواجن جون انجمنون قائم ڪرايون. ان تحريڪ جو صدر به رهيو. هن خواجه انجمن ذريعي خواجن جي مذهبي، سماجي ۽ اقتصادي ترقيءَ لاءِ ڪوششون ڪيون ۽ ڪامورن جي ظلم، رشوت خوري ۽ لاپرواهيءَ خلاف جدوجهد ڪئي. هو 1915ع کان 1947ع تائين ميرپور بٺوري جي سينيٽري ڪاميٽيءَ جو ميمبر رهيو ۽ شهر ۾ تمام گهڻا ترقياتي ڪم ڪرايائين. 1922ع ۽ 1933ع وارين ضلعي لوڪل بورڊ جي چونڊن ۾ ٻئي دفعا ضلعي لوڪل بورڊ جو ميمبر چونڊيو ويو. 1925ع ۾ سائين جي. ايم. سيد ’ڪراچي زميندار ايسوسيئيشن‘ قائم ڪرائي ته ان جو جنرل سيڪريٽري ٿي ڪم ڪيائين. جعفر خواجه قابل، باهمت، ايماندار، خدمت خلق جو جذبو رکندڙ انقلابي طبيعت وارو انسان هو.

هن 5 جنوري 1959ع تي ميرپور بٺوري ۾ وفات ڪئي.

**جعفر شاهه مورائي:** موري تعلقي جو مشهور استاد جعفر شاهه مورائي 1901ع ۾ موري شهر ۾ جنم ورتو پاڻ مٽياري سيدن جي خاندان مان هو ۽ سندس والد جو نالو غلام محمد شاهه هو. سنڌي فائنل نمايان نمبرن سان پاس ڪرڻ بعد، پرائمري استاد ٿيو ۽ اڳتي هلي هيڊ آفيسر مقرر ٿيو عربي، فارسي ۽ اردوءَ جو ماهر هو تقرير ۽ تحرير ۾ پڙ هو شاهه جو رسالو سمورو ياد هئس، علمي ادبي ذوق جو مالڪ هو. سندس تخليقون ماهوار المهراڻ، ملا مخزن ۽ اخبار تعليم ۾ شايع ٿينديون هيون. هزارين ڪتابن جي ذاتي لائبريري هئس، جيڪا بعد ۾ صادق آل محمد لائبريري موري کي ڏنائين. نماز، روزي جو پابند ۽ هٺ جو سخي ۽ مهمان نواز هو. سنڌي ٻوليءَ سان وڏي محبت رکندو هو. سندس شاگردن ۾ استاد محمد ڇتل سرهيو، نامور اديب قاضي نذير مورائي، قاضي محمد علي اختر مورائي، ڊاڪٽر محمد بچل ميمڻ، خدا بخش سهتو ۽ ٻيا شامل آهن. سندس وڏو فرزند سيد پناهه علي شاهه سنڌ يونيورسٽيءَ جو پروفيسر ٿي رهيو. سندس ٻيو فرزند سيد اشرف علي شاهه سنڌي مضمون ۾ اسسٽنٽ پروفيسر جي عهدي تان رٽائر ٿيو سندس ٽيون فرزند معصوم علي شاهه سنڌ سيڪريٽريٽ ۾ سيڪشن آفيسر هو چوٿون فرزند سيد ناصر علي شاهه ناصر مورائي جي نالي سان مشهور ڪهاڻيڪار ٿي گذريو آهي، سندس پنجون فرزند محبوب علي شاهه مورائي مشهور قومي ڪارڪن هو، ڇهون فرزند سيد نثار علي شاهه آمريڪا ۾ پراجيڪٽ ڊائريڪٽر رهيو آهي. سيد جعفر علي شاهه مورائي، 14 مئي 1990ع تي وفات ڪئي ۽ ڪيس اباڻي قبرستان ۾ دفنايو ويو.

**جعفر صادق عليه السلام، امام:** حضرت امام جعفر صادق عليه السلام 17 ربيع الاول 83هه / 20 اپريل 702ع ۾ مديني منور ۾ پيدا ٿيو سندس والد حضرت محمد باقر عليه السلام هو امام جعفر صادق عليه السلام جي 15 سالن تائين سندن ڏاڏي حضرت امام زين العابدين عليه السلام تربيت ڪئي ۽ 19 سالن تائين پنهنجي والد امام محمد باقر عليه السلام جي تربيت هيٺ رهيو سندس والده ’بيبي ام فروه‘ قاسم بن محمد بن ابي بکر رضه جي نياڻي هئي. امام جعفرؑ کي ڇهون امام تسليم ڪيو ويندو آهي، ڪيس

نندڙ کان ٿي علم ۽ فضل، حديث نبوي ۽ آيات قرآنيءَ جي تفسير ۽ تشريح سان گهري دلچسپي هئي. اهو ظالم دؤر اموي گهراڻي جو هو. امام جعفر صادق عليه السلام 37 سالن جي عمر ۾ پنهنجي والد امام محمد باقر عليه السلام جي سايي کان محروم ٿي ويو. والد جي رحلت کانپوءِ پاڻ امامت جي مسند تي ويٺو. انصاف پسند اسلامي دانشمندن ۽ سيرت نگارن ۾ ڪو به اهڙو نه آهي، جنهن سندس علم، فضل ۽ زهد ۽ تقويٰ کان انڪار ڪيو هجي. سندس سيرت ۽ زندگي اسلام شناسيءَ جو درس ۽ سندس اخلاق ۽ ڪردار توحيد ۽ خدا شناسي جو سبق آهي. ڪڏهن به ڪنهن اهڙي نيڪيءَ جو حڪم نه ڏنائون، جنهن کي پهرين پاڻ نه ڪئي هجين. اڪثر فرمائيندو هو "ڪونوا دعاة الناس بغير السنتڪم" (ماڻهن کي زباني خير ۽ نيڪيءَ جي دعوت نه ڏيو۔ يعني پهريان پاڻ عمل ڪريو) امام جعفر صادق عليه السلام سخاوت ۽ ايثار ۾ حضرت امير المومنين علي ابن ابي طالب عليه السلام واريون صفتون رکندو هو ۽ عفو در گذر، عظمت ۽ بزرگيءَ ۾ بيمثال هو اڪثر فرمائيندو هو ته "صدقي ڏيڻ سان مال ۾ هرگز نقصان نٿو ٿئي ۽ انتقام وٺڻ ۾ ڪا وڏائي نه آهي. عفو ۽ درگذر سان ماڻهوءَ جي عزت ۽ سربلنديءَ ۾ اضافو ٿيندو آهي".

حضرت امام جعفر صادق عليه السلام جي علم ۽ دانش ۽ هدايتن ۽ ارشادن مان سوين عالمن فائدو حاصل ڪيو. سندس لقب 'صادق آل محمد' عليه السلام هو. مصر جي قاهره يونيورسٽيءَ ۾ ادبيات شعبي جو پروفيسر اسد حيدر عراقي پنهنجي تصنيف 'الامام الصادق و المذاهب الاربعہ' ۾ لکي ٿو ته: "نبوت جي نسل مان پاڪ ۽ پاڪيزه ۽ با ڪرامت هستي صادق آل محمد حضرت امام جعفر صادق عليه الصلواة و السلام منهنجو عقيدو آهي ته ترقي پسند رهبرن مان هو ۽ اسلامي علمن جو موجد ۽ ذميدار مفڪر هو. انهيءَ ڪري هميشه مسلمان دانشمندن جي ڌيان جو مرڪز رهيو آهي ۽ رهندو".

حضرت امام مالڪ بن انس لکيو آهي ته: "آءٌ جڏهن به امام جعفر صادق عليه السلام وٽ ويندو هئس، تڏهن مون کين نماز، روزي ۽ تلاوت ڪلام پاڪ ۾ مصروف ڏٺو. مون علم و دانش ۽ عبادت رياضت ۾ ڪنهن کي به امام جعفر صادق عليه السلام کان بهتر ناهي ڏٺو." معروف ليکڪ ابن العوجا لکيو آهي ته: "جيڪڏهن روءِ زمين تي ڪو روحاني فرد موجود آهي، جيڪو بشرجي صورت ۾ جلوه گر ٿيو آهي ته اهو حضرت امام جعفر صادق عليه السلام آهي."

حضرت امام جعفر صادق عليه السلام مديني منوره ۾ هڪ تعليمي اداري جو بنياد رکيو، جيڪو وقت جي وڏي درسگاهه هو. حافظ ابوالعباس ابن عقده لکيو آهي ته انهيءَ درسگاهه (يونيورسٽي) مان حديثن جي 4000 راوين ۽ فقيهن امام جي شاگرديءَ جو شرف حاصل ڪيو. سندس مشهور شاگردن ۾: محمد بن مسلم، جابر بن يزيد جعفي، زراره بن اعين، حمران بن شيباني، مفضل بن عمر جعفي، ابان بن تغلب، ابان بن عثمان، بريد العجلي، جميل بن دراج، جميل بن صالح، حماد بن عثمان ۽ حبيب بن ثابت ڪاهلي سرفهرست آهن. حضرت امام جعفر صادق عليه السلام جي طالب علمن ۾ ڪجهه سنڌي طالب علمن جا به نالا ملن ٿا، جن جو ذڪر ابو جعفر طوسي عليه رحمه پنهنجي تصنيف 'الفهرست' ۾ ڪيو آهي. ابو جعفر طوسي لکي ٿو ته: "فرج سنڌي، ابان بن محمد سنڌي، خلاد سنڌي، بزار سنڌي، خزرج طلحه بن زيد سنڌي ۽ صباح بن نصر سنڌي حضرت امام جعفر صادق عليه السلام جي قابل فخر شاگردن ۾ شمار ٿيندا هئا." انهن ڪانسواءِ ابو معشر سنڌي کي به امام جعفر صادق جي شاگردن ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو. ابو معشر سنڌ جو اهو پهريون شخص آهي، جيڪو پهريون مسلمان سائنسدان ٿي گذريو آهي. ابو معشر جو پٽ ابو عبدالملڪ محمد بن ابي معشر پڻ علم حديث ۾ وڏي پايي جو عالم هو. امام جعفر صادق عليه السلام ڏهن اموي ۽ ٻن عباسي بادشاهن جو زمانو ڏٺو. سندس شهادت منصور عباسيءَ جي دؤر ۾ ٿي. منصور عباسي 22 سال حڪومت ڪئي، پر اهو دؤر اسلام لاءِ انتهائي بدترين دؤر هو. منصور عباسي آخرڪار امام جعفر صادق عليه السلام کي نظربند ڪرائي زهر ڏيارائي 25 شوال 148هه/14 ڊسمبر 765ع ۾ شهيد ڪرائي ڇڏيو. بني امين ۽ بني عباسين آل محمد صلي الله عليه وسلم جن جي فردن کي بيگناهه شهيد ڪرايو. حضرت امام جعفر جي مزار جنت البقيع ۾ آهي. 17 ربيع الاول تي امام جعفر جي ڏهاڙي تي محفل ميلاد ڪئي ويندي آهي ۽ 22 رجب المرجب تي وڏي پيماني تي ڪونڊن جو نياز ٿيندو آهي.

**جعفر طيار عليه السّلام**: حضرت جعفر طيار عليه السّلام، حضرت ابوطالب رحه جو پٽ هو. سندس ڪنيت ابو عبدالله، ابوالمساڪاني 'يعني مسڪينن جو ابو يا مسڪينن جو خاص خيال رکندڙ'، لقب طيار ۽ ذوالجناحين هو. سندس والده ماجده بيبي فاطمه بنت اسده هئي. حضور صلي الله عليه وسلم جو سئوٽ ۽ حضرت علي ڪرم الله وجه جو سڳو ڀاءُ هو. حضرت ابو طالب عليه السّلام ۽ سندس گهرواريءَ ۽ اولاد سڀ کان پهرين اسلام جي حفاظت خاطر سر ڏنا ۽ اسلام خاطر مصيبتون سنيون. حضرت جعفر طيار جي ولادت 30 عام الفيل ۾ ٿي. سندس تربيت نبي ڪريم صليٰ الله عليه وسلم ۽ سندس والد ابو طالب جن ڪئي. حضرت جعفرءِ قريش جي ظلمن کان تنگ ٿي، حبش ڏانهن هجرت ڪئي. مسلمانن حضرت جعفر کي پنهنجو امير بنايو. حضرت جعفر هجرت جي ڇهين سال تائين حبش ۾ رهيو ۽ 7 هجري/628ع ڌاري فتح خيبر واري ڏينهن مديني منور ۾ حاضر ٿيو. حضور صلي الله عليه وسلم جن بقول بيبي عائشه رض جي سندن شاندار استقبال ڪيو ۽ کيس گلي سان لڳايو ۽ فرمايائون ته حضرت جعفر رضي الله عنه جي اچڻ سان مون کي وڏيڪ خوشي ٿي آهي. حضور صلي الله عليه وسلم جن جڏهن قيصر روم، خسرو ايران ۽ عزيز مصر کي دعوت اسلام جا خط موڪليا ته شرجيل نالي هڪ ڪافر نبي سڳوري جي موڪليل قاصد حارث بن عمير کي شهيد ڪري ڇڏيو. جيتوڻيڪ ان جي قصاص لاءِ نبي سڳوري پاڻ ٽي هزار فوج شام ڏانهن رواني ڪئي ۽ ان جو سپهه سالار حضرت جعفر طيار مقرر ٿيو. نبي سڳوري صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته جيڪڏهن حضرت جعفر طيار ع شهيد ٿي وڃي ته زيد بن حارث ان جو جانشين ٿيندو، اهو به شهيد ٿي وڃي ته عبدالله بن رواحه ان جي جاءِ وٺندو. موت جي هنڌ تي پهچي مسلمانن جو مقابلو شرجيل جي هڪ لک فوج سان ٿيو. اهو واقعو جمادي الاول 8 هه/629ع ۾ پيش آيو. حضرت زيد جي شهيد ٿي وڃڻ کانپوءِ حضرت جعفر طيار ع جوش ۾ آيو ۽ وڏيڪ همت سان جنگ ڪرڻ لڳو ۽ اڳتي وڌيو ته دشمنن سندس گهيرو ڪيو. جيتوڻيڪ سندس سمورو جسم زخمن سان چور ٿي ويو. سندس ٻئي هٿ ڪپجي ويا، پر جهنڊي کي ڪرڻ نه ڏنائين ۽ شهادت ماڻيائين، ان وقت سندس عمر 40 سال هئي. حضرت جعفر طيار ع جي تدفين پاڻ سڳورن ڪئي. نبي سڳوري صلي الله عليه وسلم جعفر جي شهادت جي خبر

اچڻ ڪان اڳ ئي اصحابن کي سندس شهادت جي خبر ٻڌائي. ڪين ڪيتري وقت تائين جعفر جي شهادت جو غم رهيو ان وقت حضرت جبرائيل عليہ السلام نبي سڳوري صلي الله عليہ وسلم جن کي بشارت ڏني تہ الله تعاليٰ، حضرت جعفر طيار ؑ کي ٻن ڪپيل هٿن جي عيوض ٻہ نوان هٿ عنايت ڪيا آهن ۽ پاڻ انهن هٿن سان جنت جي ملائڪن سان گڏ اڏرندو رهي ٿو اهو ئي سبب آهي جو ڪيس 'جعفر طيار' ۽ 'ذوالجناحين' چيو ويندو آهي.

حضرت جعفر طيار جي شهادت تي حضرت حسانؓ هڪ طويل مرثيو چيو آهي، جيڪو تاريخ اسلام جي سڀني مستند ڪتابن ۾ موجود آهي. حضرت جعفر طيار کي ٽي پٽ هئا. حضرت عبدالله، حضرت محمد بن جعفر ۽ حضرت عون. حضرت عبدالله جي شادي حضرت علي عليہ السّلام جي نياڻي بيبي ام المصائب زينب سلام الله عليہ سان ٿي. حضرت جعفر طيار ؑ جي ٻئي فرزند محمدؑ جي شادي حضرت علي ڪرم الله وجه جي ٻيءَ ڌيءَ اُم ڪلثوم سان ٿي. ٽئي پٽ جي باري ۾ ڪا مثبت تاريخ نہ ٿي ملي.

حضرت جعفر طيار، صورت ۽ سيرت ۾ نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جي هم شڪل هو. خود نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم حضرت علي ڪرم الله وجه کي فرمايو هو تہ: 'ان النبي صلي الله عليہ وسلم قال لجعفر اشبهت خلقي و خلقي يا جعفر' يعني حضرت رسول صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو تہ "جعفر توهان صورت ۽ سيرت ۾ مون سان مشابهت رکو ٿا. حضرت جعفر ؑ جي شهادت کان پوءِ نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم سندن خاندان جي لاءِ ستن ڏينهن تائين حاضري (ڪاڌو) تيار ڪرائي موڪلي. ڪن روايتن مطابق اهو ڪاڌو چاليهن ڏينهن تائين جاري رهيو هو.

**جعفر علي ارغون:** جعفر علي ارغون ميرزا ابوالقاسم نٽويءَ جو دوست هو ترخانن جي دؤر ۾ جڏهن مير ابوالقاسم نٽويءَ وقت جي حاڪم ميرزا غازي بيگ ترخان کي اهو لکي موڪليو تہ: "ملڪ جون حدون مقرر ڪيون وڃن تہ جيئن امن امان ۽ خون خرابي کانسواءِ ملڪي نظام هلائي سگهجي" تہ ميرزا غازي بيگ اهو پيغام ٻڌي جنگ لاءِ تيار ٿيو. پر ميرزا ابوالقاسم نٽويءَ جي بهادريءَ کان خائف ٿي، هن دوکي سان ڪن ماڻهن جي مدد سان مير ابوالقاسم کي پاڻ وٽ گهرائي، سندس اکين ۾ سرائي گهمائي ڪيس انڌو ڪرائي ڇڏيو. هن سان گڏ سندس دوست جعفر علي ارغون کي بہ گرفتار ڪيو ويو. ميرزا جاني جي زال مير ابوالقاسم جي ڀيڻ هئي، جنهن وڃهه وٺي پنهنجي ڀاءُ مير ابوالقاسم کي ڀڄي وڃڻ ۾ ڪامياب ڪرايو. مير ابوالقاسم ۽ جعفر علي ارغون ڀڄي وڃي جهنگ ۾ لڪا. پر ميرزا غازيءَ جي سپاهين ڳولي لڌو. هنن ساڻن ويڙهه ڪئي. نيٺ مير ابوالقاسم گرفتار ٿيو ۽ جعفر علي ارغون وڙهندي وڙهندي مارجي ويو. جعفر علي ارغون جو سر قلم ڪري ٻہ ڏينهن بازار ۾ لٽڪائي ڇڏيائون. تحفۃ الڪرام جو مصنف لکي ٿو تہ: "جعفر علي ارغون وڏو بهادر هو ۽ پنهنجي مهربان دوست مير ابوالقاسم سان وفاداري ڪندي پنهنجي جان ڏنائين."

**جعفر علي خاصخيلي 'ناچيز':** جعفر علي 'ناچيز' ولد محمد بخش عرف ڇپر خان خاصخيلي، 6 سيپٽمبر 1949ع تي ٺٽوري شهر جي ڀرسان اڪڙي لوهڙي ۾ جنم ورتو هن جي تعليم انٽر آرٽس هئي ۽ ميونسپل ڪميٽي سانگهڙ جو ملازم هو. ڪيس شروع کان ئي علم ادب ۽ عام معلومات سان دلچسپي رهي هئي، ان ڪري ڪيس ريڊيو پاڪستان جي ڪوئز پروگرامن ۾ حصي وٺڻ جو شوق جاڳيو هو هڪ ئي وقت مختلف ريڊيو اسٽيشنن تان نشر ٿيندڙ معلوماتي پروگرامن ۾ حصو وٺندو هو انهن پروگرامن ۾: 'لوچين سي لهن'، 'سوچ ۽ لوچ'، 'ڀچن سي پسن'، 'پڙهو ۽ پرايو'، 'لطيف ڪوئز'، 'سچل ڪوئز' ۽ ٻيا پروگرام اچي وڃن ٿا. انهن پروگرامن ۾ ڪيترا ڀيرا ڪامياب ٿي سنڌ ۾ مشهوري ماڻي ۽ ڪيترا انعام حاصل ڪيائين. هن معلوماتي پروگرامن جي ٻڌندڙن کي هڪ پليٽ فارم تي گڏ ڪرڻ لاءِ سنڌ سطح تي هڪ تنظيم ٺاهي، ان ڏس ۾ پهرين 'انجمن لوچين سي لهن' ۽ پوءِ 'انجمن سوچ ۽ لوچ' جو بنياد وڌو ۽ پوءِ 20 آڪٽوبر 1989ع تي ڳوٺ احمد خان مريءَ ۾ 'ڪل سنڌ ريڊيو لسنرز ڪانفرنس' ڪوٺائي، دوستن جي مشوري سان ٻنهي انجمنن کي گڏ ڪري هڪ نئين انجمن 'مهراڻ معلوماتي انجمن سنڌ' قائم ڪيائين. جنهن ۾ متفق راءِ سان ڪيس صدر چونڊيو ويو.

جعفر علي کي ادب سان بہ چاهہ رهيو. هن 'ناچيز' تخلص سان شاعري بہ ڪئي نثر ۾ ڇهہ ڪتاب لکيائين. جن مان صرف هڪ ڪتاب 'آواز جي دنيا جا ساٿي عرف ماٺهو ميگهہ ملهار' (1989ع) ڇپجي سگهيو جنهن ۾ هن ريڊيو پاڪستان جي پروڊيوسرن، اناؤنسرن ۽ ڪمپيئرن کانسواءِ 115 مشهور ريڊيو ٻڌندڙ شوقينن جو تعارف ڏنو آهي. ناچيز جعفر علي خاصخيلي دوستن جي روين سبب آخري وقت ريڊيو جي دنيا کي هميشہ لاءِ الوداع ڪيو. دوستن جي غلط روين سندس دل تي ڪافي اثر ڇڏيو. جنهن سبب ڪجهہ وقت بيمار رهڻ بعد هيءُ 3 اپريل 1997ع تي پنهنجي ڳوٺ احمد خان مريءَ ۾ وفات ڪري ويو. ڪيس امڙ جي پير ۾ اباڻي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو. سندس پٽ انيس الرحمان ادبي دنيا سان سلهاڙيل آهي.

**جعفر، مخدوم بوبڪائي:** مخدوم جعفر 'بوبڪ' جو رهاڪو هو ۽ اتي ئي پير منبي جي قبرستان ۾ دفن ٿيل آهي. هن بزرگ جو تعلق بوبڪ جي قديم 'عباسي' گهراڻي سان آهي.

مخدوم جعفر ڏهين صدي هجريءَ جو مشهور عالم آهي ۽ 930هہ/ 1523ع ڌاري وفات ڪيائين. سندس والد جو نالو مخدوم عبدالڪريم عرف مخدوم ميران هو. جيڪو علم ۽ ڪمال جو صاحب هو.

مخدوم جعفر عربي ۽ فارسي پنهنجي والد وٽ پڙهيو. هي بهترين استاد، وڏو عالم، تعليمي ماهر، حڪمت، نجوم، جعفر ۽ رمل جو ڄاڻو هو. ان سان گڏ حديث ۽ تصوف جو پڻ صاحب هو. هيءُ بزرگ، شاهہ بيگ ارغون جي سنڌ تي ڪاهہ وقت زندهہ هو. يعني سمن جي دور جو بزرگ هو. مخدوم بلاول جي شهادت (1523ع) وقت مخدوم ويهن پنجويهن ورهين جو هو. مير علي شير قانع سندس ذڪر هن ريت ڪيو آهي:

"مخدوم جعفر ولد مخدوم ميران، مخدوم نوح جو همعصر، ڪماليت جو جامع ۽ زبردست عالم ٿي گذريو آهي. چون ٿا تہ هڪ ڏينهن مخدوم نوحؒ فرمايو تہ، 'مان خدا تعاليٰ کي هنن اکين سان ڏٺو آهي.' مخدوم جعفر فرمايو تہ، 'توهان هنن اکين سان ڪو نہ ڏٺو هوندو. هن حقيقت جي ظاهر ڪرڻ خاطر توهان کي گهرجي تہ جڏهن بہ توهان کي اهڙي حالت پيدا ٿئي، تڏهن ڪنهن خادم کي پنهنجي اکين بند ڪرڻ جو امر فرمايو. پوءِ بہ جيڪڏهن خدا تعاليٰ جو ديدار قائم آهي تہ پوءِ يقين ڄاڻو تہ اها اک نہ هيءَ ظاهري اک ۽ اهو ديدار هيءُ رواجي ديدار نہ آهي.' مخدوم نوح هن تجربي ڪرڻ کانپوءِ فرمايو تہ، 'جي نہ هجي ها جعفر تہ نوح ٿئي ها ڪافر.'

مخدوم جعفر ڪيترائي ڪتاب لکيا، جن ۾ 'الصادق المصنف المحق'، 'عجالته الطالبين'، 'فتح الدارين'، 'حل اعقود في طلاق السنود'، 'البشارته في العمل بالاشارته'، 'نهج التعلم'، 'المتانته في مرمته الخزانته' ۽ 'حاصل النهج' مشهور آهن.

چون ٿا ته مخدوم جعفر حياتيءَ جي آخري زماني ۾ منطق جا ڪتاب درياهه ۾ لوڙهائي ڇڏيا. فقط 'احياءُ العلوم' (امام غزالي) 'عوارف المعارف' (سهروردي) 'فصل اخطاب' ۽ ٻيا حديث ۽ تصوف جا ڪتاب پڙهندو هو. 'تحفته الڪرام' جي مترجم مخدوم امير احمد لکيو آهي ته: "مخدوم جعفر 'حل العقود في طلاق السنود' نالي هڪ عجيب غريب ڪتاب تصنيف ڪيو هو جنهن ۾ سنڌين جي طلاق ڏيڻ جا نمونا ۽ انهن جا شرعي حڪم بيان ڪيا اٿس. اهو ڪتاب ڪن جهونن ڪتب خانن ۾ اڄ تائين موجود آهي. هن مان ڏهين صديءَ جي سنڌ جي تمدن ۽ زبان تي ڪافي روشني پوي ٿي. هن ڪتاب ڪانسواءِ مخدوم جعفر جي هڪ شاهڪار تصنيف آهي، 'المتانته في مرامته الخزانت'. هن ڪتاب ۾ حنفي فقه جي مشهور ڪتاب 'خزانته الروايات' جي تنقيح ۽ تميم ڪيل آهي."

علامه غلام مصطفيٰ قاسمي لکيو آهي ته: "سنڌ جي علمي تاريخ مان اهو پتو پوي ٿو ته ڏهين صدي هجريءَ ۾ فقه حنفيءَ جي اصولن پٽاندر سنڌ ۾ فتويٰ جا ڪتاب لکجڻ شروع ٿيا، جن مان مخدوم جعفر بوبڪائيءَ جي فتويٰ: المتانته في مرامته الخزانته ۽ علامه عبدالوهاب پوراني جي فتويٰ: بياض پوراني وڏي اهميت رکن ٿا." مخدوم جعفر بوبڪائيءَ جو ڪتاب 'نهيج التعلم' برصغير ۾ فارسي زبان ۾ تعليمي طريقہ ڪار (Mythology of Education) تي پهريون ڪتاب آهي.

مخدوم جعفر جا ڪيترائي شاگرد مشهور آهن. جن مان پاٽ جو بزرگ طاهر بن يوسف پاٽائي وڌيڪ مقبول آهي. 'مقالات الشعراءِ' جي صاحب هن بزرگ کي مرزا شاهه حسن ارغون جو به استاد ڄاڻايو ويو آهي ۽ سندس مدفن مڪلي ڏيکاريو آهي. جڏهن ته مخدوم جعفر بوبڪن ۾ پير مُنبي جي مقام ۾ مدفون آهي. سندس قبرستان هڪ سادو مقبرو آهي. اندر سانُس گڏ ٻي قبر به آهي.

**جعفر ميرزا شيرازي، مولوي:** مولوي جعفر ميرزا شيرازي اصل شيراز جو رهندڙ هو ۽ سير ۽ تفريح ڪندو اچي، سنڌ ۾ رسيو. سنڌ ۾ اچڻ ڪانپوءِ هن پنهنجي علمي قابليت سبب وڏو مقام ماڻيو. مخدوم محمد مسڪين ٺٽوي هن جي علمي لياقت ۽ نيڪ سيرت سبب سندس دوست ٿيو. جعفر شيرازيءَ جي علم ۽ فضل جي شهرت ٻڌي مياں نور محمد خان ڪلهوڙي کيس پنهنجو خاص معتمد مقرر ڪري پنهنجي دربار سان وابسته ڪيو. پر ڪجهه عرصي ڪانپوءِ دربار ڇڏي ڏنائين. مولوي جعفر شيرازي، علم جفر ۽ تڪثير ۾ وڏو عامل ڪامل هو. ميان نور محمد خان جي نالي سان منسوب ڪتاب 'جفر جامع' مولوي جعفر لکيو هو جيڪو مڪمل نه ٿي سگهيو. سنڌ جي نامور، تاريخدان مير علي شير قانع ٺٽوي جعفر شيرازيءَ جي شاگردن مان هو. مولوي جعفر شيرازيءَ 1167هه/1753ع ۾ وفات ڪئي. جڏهن نادر شاهه ڪاچار سنڌ تي حملو ڪيو هو. تڏهن ميان نور محمد خان جي ٻن پٽن ميان مراد ياب خان ۽ ميان غلام شاهه کي يرغمال بڻائي پاڻ سان گڏ ايران وٺي ويو هو ۽ جڏهن ميان مراد ياب خان واپس سنڌ ۾ آيو. تڏهن مولوي جعفر هي شعر چيو هو:

بافضل خدا خانِ جوان بخت رشيد،
ازراهِ خراسان به وطن باز رسيد.

**جعفر ميمڻ:** صحافي ۽ ليکڪ جعفر ميمڻ ولد سائينداد ميمڻ، 3 سيپٽمبر 1966ع تي لاڙڪاڻي ۾ ڄنم ورتو پرائمري کان ڪاليج تائين لاڙڪاڻي ۾ پڙهيو ۽ گريجوئيشن شاهه لطيف يونيورسٽي خيرپور مان ڪيائين. ننڍپڻ کان



ئي لکڻ پڙهڻ جو شوق رهيس. ٻارن جي رسالن ۾ ڪهاڻيون ۽ شعر لکڻ شروع ڪيائين. بعد ۾ لاڙڪاڻي مان جاري ٿيندڙ اخبار روزاني 'آگاهه' ۾ اسسٽنٽ ايڊيٽر طور ڪم ڪري صحافت ۾ پير پاتائين. بعد ۾ روزاني 'عوام آزاد' جو ڇهه مهينا ايڊيٽر رهيو. روزاني 'سنڌ سجاڳ' ڪراچيءَ ۾ سب ايڊيٽر طور ٽي سال ڪم ڪيائين. انهيءَ دوران روزاني 'سرواڻ' ۾ به ڪم ڪيائين. بعد ۾ ڪاوش گروپ طرفان ماهوار ڊائجسٽ 'سنڌ رنگ' ۽ 'هالار' جي ايڊيٽر طور خدمتون سرانجام ڏنائين. پنهي ڊائجسٽن جو 1992ع تائين ايڊيٽر رهيو. هن جا هيٺيان ڪتاب: (1) 'نوجوانن جو گيت' (ترجمو)، (2) 'حويلين جون ڪهاڻيون' (ترتيب) ۽ 'پوليس نمبر' (ترتيب) ڪاوش گروپ طرفان ڇپيل آهن. جعفر ميمڻ روزاني 'خادم وطن' ۽ 'تعمير سنڌ' جو نيوز ايڊيٽر به رهيو آهي ۽ 2004ع کان وٺي روزاني 'سنڌ' جو ايڊيٽر آهي.

**جعفري:** جعفري، حضرت علي عليہ السّلام جي وڏي ڀاءُ جعفر طيار جي اولاد ۽ هاشمي قبيلي مان آهن. هيءَ روايت به موجود آهي ته جعفري فرقو حضرت علي عليہ السلام جي تڙ پوٽي حضرت امام جعفر صادق عليہ السلام جي اولاد مان آهي. امام جعفر صادق عليہ السلام جي فقه کي اهل تشيعت مڃيندا آهن. جنهنڪري ان کي 'فقه جعفريہ' سڏيو وڃي ٿو. سنڌ جي آخري ٽالپر حڪمران مير محمد نصير خان ٽالپر جو تخلص به 'جعفري' هو.

**جعفري، خيرالنساءِ:** (ڏسندا: خيرالنساءِ جعفري، جلد چوٿون).

**جعفري، ضمير:** 1916ع ڌاري ڳوٺ ڪوڪ عبدالخالق ضلعي جهلم ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم جهلم مان حاصل ڪيائين. 1938ع ۾ اسلاميہ ڪاليج لاهور مان بي اي ڪيائين. صحافتي زندگيءَ جو آغاز روزاني 'احسان' لاهور کان ڪيائين. مولانا چراغ حسين 'حسرت' جي هفتيوار 'شيرازه' ۾ سندس مددگار رهيو ٻي مهاڀاري لڙائيءَ دوران هندستان جي فوج ۾ ڪميشن ڪيائين ۽ ميجر جي حيثيت سان رٽائر ٿيو ضمير جعفري بي پناهه ادبي ۽ تخليقي صلاحيتن جو مالڪ هو ڪيس ادبي خدمتن جي اعتراف طور پهريون انعام 'همايون گولڊ ميڊل' سر شيخ عبدالقادر جي هٿان مليو 1978ع ۾ سندس ڪتاب 'ڪتابي چهره' تي پهريون 'آدم جي ادبي اوارڊ' مليو. 1984ع ۾ 'صدارتي اوارڊ براءِ حسن ڪارڪردگي' ۽ پوءِ 'تمغه قائداعظم' به حاصل ڪيائين. سيد صاحب آخري عمر تائين ادبي سرگرمين ۾ حصو وٺندو رهيو سندس لاتعداد تصنيفون آهن، سندس شعري تصنيفن ۾: 'مسدس بي حالي'، 'مافي الضمير'، 'قريہ جان'، 'زيور وطن'، 'جزيرون ڪي گيت'، 'وه قول ڪہ جن ڪا نام نهين'، 'ولائتي زعفران'، 'گورخند'، 'گزشير خان'، 'ضميريات'، 'نشاط تماشه'، 'من ميلہ'، 'نعت نذرانہ'، 'ارمغان ضمير'، 'ميرا پاڪ وطن'، 'من مندر اور من ڪي تار' ۽ نثري تصنيفن ۾: 'هندستان ۾ دو سال'، 'ملايا ڪي لوگ'، 'اڙتي خاڪي'، 'ڪتابي چهري'،

’مينا پاني‘، ’نظر عباري‘، ’جنگ کي رنگ‘، ’سفرنامہ‘، ’جمع خبرنامہ‘، ’ڪالي گوري سپاهي‘، ’سورج ميري پيڇي‘، ’ڪنگرو ڪي ديس ۾‘، ’ڪارزار ۽ آنريري خسرو‘ شامل آهن. هن مئي 1999ع ۾ وفات ڪئي.

**جعفري، علي سردار:** هندستان جي ناميا ري ترقي پسند اديب، اردو شاعر، نقاد ۽ گيت نگار. علي سردار جعفري 1916ع ڌاري شهر اترپرديش جي هڪ امير گهراڻي ۾ جنم ورتو. هن شاعريءَ ۾ جوش مليح آبادي، جگر مراد آبادي ۽ فراق گورکپوريءَ جو ڪافي اثر قبول ڪيو. 1933ع ۾ علي ڳڙهه مسلم يونيورسٽيءَ ۾ داخل ٿيو ۽ ترت ئي ڪميونسٽ نظريو اختيار ڪرڻ ڪري ڪيس يونيورسٽيءَ مان خارج ڪيو ويو. 1938ع ۾ دهلي يونيورسٽيءَ مان گريجوئيشن ڪيائين ۽ ان بعد لکنئو يونيورسٽيءَ ۾ داخل ٿيو. 41-1940ع ۾ جنگ مخالف نظم لکڻ تي گرفتار ٿيڻ ڪري، پوسٽ گريجوئيشن نہ ڪري سگهيو. هو ناميارو افسانہ نگار ۽ شاعر ٿي گذريو آهي. سندس افسانن جو پهريون مجموعو ’منزل‘ 1938ع ۾ ڇپيو. 1944ع ۾ سندس شعري مجموعو ’پرواز‘ شايع ٿيو. 1939ع ۾ ترقي پسند مصنفين جي مشهور رسالي ’نيا ادب‘ جو شريڪ ايڊيٽر ٿيو. علي سردار جعفريءَ ڪيترين سماجي، سياسي ۽ ادبي تحريڪن ۾ سرگرم حصو ورتو. 20 جنوري 1949ع ۾ پونڊيءَ ۾ انجمن ترقي پسند مصنفين جي هڪ ڪانفرنس منعقد ڪرائڻ تي گرفتار ٿيو. بمبئي رياست جي وزيراعليٰ مورا ڊيسائيءَ ڪانفرنس تي پابندي وڌي هئي. فلمي گيت لکڻ جي حوالي سان بہ سندس وڏو نالو آهي. ’ڌرتي ڪي لال‘ ۽ ’پرديسي‘ فلمن جا گيت سندس لکيل آهن. 1948ع کان 1978ع دوران هن جي شاعريءَ جا 8 مجموعا شايع ٿيا، جن ۾: ’نئين دنيا ڪو سلام‘، ’خون ڪي لڪير‘، ’امن ڪا ستاره‘، ’ايشيا جاگ اٿا‘، ’پٿر ڪي ديوار‘، ’ايڪ خواب اور پيراهن‘، ’شرر‘ ۽ ’لهو پڪارتا هي‘ شامل آهن. ان کانپوءِ سندس ڪتاب ’اوڌ ڪي خاڪ حسين‘، ’شب فردا‘، ’ميرا سفر‘ بہ شايع ٿيا. سندس آخري مجموعو ’سرحد‘ شايع ٿيو. هن پنهنجي ادبي ڪيريئر دوران ڪبير، مير ۽ غالب جي شاعريءَ تي هڪ ڪتاب لکيو. انڊين پيپلز ٿيٽر ايسوسيئيشن لاءِ ڊراما لکيائين. فراق گورکپوري ۽ قرت العين حيدر کانپوءِ ’جين پيٺ اوارڊ‘ حاصل ڪرڻ وارو، هي اردو جو ٽيون شاعر آهي. 1997ع ۾ حڪومت پاڪستان ڪيس اقباليات تي ڪم ڪرڻ جي صلي ۾ گولڊ ميڊل ڏنو. هن 1999ع ۾ وفات ڪئي.

**جعفري، غلام تقي:** غلام تقي ولد نثار علي جعفري، 12 ڊسمبر 1929ع تي لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو. لاڙڪاڻي مان مئٽرڪ پاس ڪيائين. 1950ع کان سنڌي صحافت ۽ علم ادب جي ميدان ۾ قدم رکيائين. ڪيترا سال ’نئين سنڌ‘، ’الوحيد‘ ۽ ’مهراڻ‘ اخبارن جو نمائندو ۽ ماسٽر نيوز سروس جو چيف رپورٽر ٿي رهيو. 1951ع ۾ لاڙڪاڻي مان ’مرتضيٰ‘ اخبار جاري ڪيائين. جعفري صاحب 1960ع کان 1965ع تائين غير ملڪي ماڻهن کي سنڌي ۽ اردو سيکارڻ لاءِ ٽيوٽر بہ ٿي رهيو. ’انسان ۽ ڪائنات قرآن ڪريم جي روشني ۾‘ نالي ڪتاب بہ لکيائين. سندس شمار لاڙڪاڻي جي بزرگ صحافين ۾ ٿئي ٿو.

**جعفري، غلام حسين، ڊاڪٽر:** مشهور ڊاڪٽر غلام حسين جعفريءَ ڀان سعيد آباد، ضلعي دادوءَ ۾ هڪ غريب گهراڻي ۾ هن جنم ورتو. ڇهن درجن تائين سنڌيءَ جي تعليم ڀان جي پرائمري اسڪول ۾ ورتائين. پوءِ سرڪاري اسڪالر شپ تي پڙهيو. خيرپور جي هاءِ اسڪول مان مئٽرڪ ڪيائين. بي. اي علي ڳڙهه يونيورسٽيءَ مان ڪيائين ۽ تعليم کاتي ۾ اسسٽنٽ ماسٽر مقرر ٿيو.



بمبئيءَ مان بي. ٽي امتحان پاس ڪري لاڙڪاڻي جي مدرسہ هاءِ اسڪول جو پرنسپال ٿيو. سندس شادي نور محمد هاءِ اسڪول جي باني نور محمد وڪيل جي نياڻيءَ سان ٿي. هي پي ايچ ڊي ڪرڻ لاءِ آمريڪا بہ ويو جتان ڪامياب ٿي واپس موٽيو ۽ اچي نواب شاهہ ۾ ڊپٽي ايجوڪيشن انسپيڪٽر طور مقرر ٿيو. اهڙيءَ طرح پنهنجي محنت سان اڳتي وڌندو. ٽريننگ ڪاليج فار مين حيدرآباد جو پرنسپال ٿيو. ون يونٽ ٽهڻ کان پوءِ هن کي بدلي ڪري اسسٽنٽ ڊائريڪٽر پبلڪ انسٽرڪشن طور لاهور ۾ رکيو ويو. جتي هن جي محنت ڏسي ڪيس سنڌ ۾ ڊائريڪٽر ايجوڪيشن مقرر ڪيو ويو. بورڊ آف انٽرميڊيئيٽ اينڊ سيڪنڊري ايجوڪيشن جو پهريون چيئرمين پڻ ڊاڪٽر غلام حسين جعفري بڻيو. هن ئي منصب تان رٽائر ڪيائين ۽ حيدرآباد ۾ مستقل رهائش اختيار ڪيائين. جلد ئي ڪيس پبلڪ اسڪول حيدرآباد جو پرنسپال مقرر ڪيو ويو ۽ ان بعد ڪجهہ وقت نور محمد هاءِ اسڪول حيدرآباد جو پرنسپال بہ رهيو. ڊاڪٽر غلام حسين سموري زندگي علم جي خدمت ۽ خلق خدا جي ڀهبود لاءِ گذاري ڇڏي. هن 28 جون 1977ع تي وفات ڪئي.

**جعفري، فقير محمد:** لاڙڪاڻي جو مشهور وڪيل ۽ سماج سڌارڪ فقير محمد جعفري، 1936ع ڌاري لاڙڪاڻي ۾ وڪالت سان پنهنجي عملي زندگيءَ جي شروعات ڪئي. 1949ع کان 1966ع تائين لاڙڪاڻي ضلعي جو ڊسٽرڪٽ پبلڪ پراسيڪيوٽر ٿي رهيو. نهايت جفاڪش ۽ محنتي انسان هو. سرڪاري خواه خانگي ڪيس سخت محنت سان وڙهندو هو. 1952ع ۾ نواب احمد سلطان خان چانڊيي خلاف نااهليءَ جي ڪيس ۾ سرڪاري وڪيل هو ۽ نواب صاحب طرفان صفائيءَ جو وڪيل مرحوم حسين شهيد سهروردي (سابق وزيراعظم پاڪستان) ۽ لاڙڪاڻي جو مشهور فوجداري وڪيل خانبهادر يار محمد جوڻيجو هئا. 1979ع ۾ جعفري صاحب کي يحيٰ بختيار (سابق اٽارني جنرل پاڪستان) جي خلاف نااهليءَ جي مقدمي ۾ اسپيشل پبلڪ پراسيڪيوٽر مقرر ڪيو ويو.

فقير محمد جعفري، 1978ع ڌاري وفات ڪئي.

**جعفري، نواز علي ’نياز‘**: مشهور شاعر نواز علي ’نياز‘ جعفري ولد محمد آچر خان 18 آڪٽوبر 1892ع تي لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو. پرائمري کان مڊل تائين تعليم مدرسي هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي مان حاصل ڪري، مئٽرڪ شڪارپور مان پاس ڪيائين. اسڪولي دور ۾ درس و تدريس جي ڪرت کانسواءِ غير نصابي سرگرمين ۾ بہ ڀرپور حصو وٺندو رهيو ۽ شاعريءَ جي ابتدا بہ انهيءَ دور ۾ ڪيائين. شاعريءَ ۾ پنهنجو



تخلص 'نياز' منتخب ڪيائين. هن پنهنجي عملي زندگيءَ جي شروعات استاد طور ڪئي. علامہ دائود پوٽي، خانبهادر محمد ايوب کهڙي ۽ ٻرک علمي شخصيت پناھ علي شاھ جو شمار سندس شاگردن ۾ ٿئي ٿو.

نواز علي نياز ڪجھ وقت ڪانپوءِ ماستريءَ واري ملازمت ڇڏي ڏني. ڪجھ وقت سينٽرل جيل لاڙڪاڻي ۾ جيلر طور نوڪري ڪيائين. تنهن بعد هن روينيو کاتي ۾ ملازمت ڪئي ۽ پنهنجي محنت ۽ قابليت جي آڌار تي مختيارڪار جي عهدي تي فائز ٿيو 55 سالن جي عمر ۾ ساڳئي منصب تان رٽائر ڪيائين. نواز علي نياز جعفري، سنڌي ڪافيءَ جو قادر الڪلام شاعر ٿي گذريو آهي. هن اردو، فارسي ۽ سرائيڪيءَ ۾ بہ سٺا شعر تخليق ڪيا. ڪيس سنڌي ٻوليءَ تي سٺو عبور حاصل هو. هن جي شاعريءَ ۾ لفظن جي بيهڪ نهايت نفيس ۽ من موهيندڙ آهي. گل و بُلبل ۽ عشق جي اسرار وارين رمزن ۾ رچيل شاعريءَ سان هن جو والهانہ لڳاءُ هو. نواز علي نياز همعصر شاعرن کان مختلف ۽ نئين رنگ ۾ شاعري ڪئي. هن جي شاعريءَ ۾ انفراديت ۽ جدت جا ڪامياب فني تجربا آهن. نواز علي نياز جي شاعري نصابي ڪتابن ۾ بہ شامل رهي آهي. درسي پرائمري ڪتاب ۾ سندس نظم 'وطن جي حب' ڪانسواءِ بي. اي ۽ ايم. اي جي سنڌي نصاب ۾ بہ سندس شاعري شامل آهي. نواز علي نياز جي شخصيت جا مختلف پهلو هئا، هيءَ سريلي ۽ پرسوز آواز جو مالڪ هو. محرم الحرام جي ڏينهن ۾ واقعہ ڪربلا کي پرسوز آواز وسيلي ذاڪر جي حيثيت ۾ بيان ڪندو هو. خاص طور ڏهين محرم جي رات پري پري کان ماڻهو سندس پرسوز آواز ۾ لولي ٻڌڻ ايندا هئا. شاعريءَ جي ٻين صنفن سان گڏ حمد، نعت، منقبت ۽ مرثيا بہ جاندار، جامع ۽ اثرائتا لکيائين. هن 12 نومبر 1959ع تي وفات ڪئي. پير حسام الدين راشدي پنهنجي ڪتاب 'هو ڏوٿي، هو ڏينهن' ۾ سندس تمام گهڻو ذڪر ڪيو آهي.

**ج. ع. منگهاڻي:** ج. ع. منگهاڻيءَ جو پورو نالو جنت خاتون ڌيءَ علي محمد ٻکڪ آهي. هوءَ سنڌي ادب جي ناليواري ليکڪا آهي. هن ڪراچيءَ جي هڪ ڳوٺ 'ٻکڪ' ۾ جنم ورتو. سندس والد سيٺ علي محمد هڪ اعليٰ تعليم يافتہ شخص هو جنهن جي اثر ۽ تربيت جي ڪري سندس اولاد، پٽ ۽ ڌيئرون، اعليٰ تعليم يافتہ آهن ۽ مختلف عهدن تي فائز آهن.

ج. ع. منگهاڻيءَ جي پهرين لکڻي 1970ع واري ڏهاڪي ۾ 'هلال پاڪستان' اخبار جي عورتن واري صفحي 'سگهڙين سٿ' ۾ ڇپي، ان کان پوءِ سندس لکڻيون مختلف رسالن ۾ ڇپجڻ شروع ٿيون. هيءَ ليکڪا هڪ ئي وقت ٻهراڙي جي ادب جي ليکڪا هئڻ سميت ناول نگار، لطيفيات جي ڄاڻو محقق ۽ شاعر آهي. 1982ع ۾ 'کهڙي منجھ حساب' عنوان سان سندس ناول روزاني هلال پاڪستان ۾ قسط وار ڇپيو هو هن جي ٻهراڙين ڪهاڻين جو ڪتاب 'پتنگ پنيان ٻوڙ' (1986ع)، آگم پبليڪيشن، حيدرآباد ڇپايو سندس شاعريءَ جا ٻہ ڪتاب (1) 'خوابن جو ايوان' (1999ع)، سوجهرو پبليڪيشن ڪراچي ۽ (2) 'رولاڪ خواب' (2006ع) ۾ سنت ڪنوررام فائونڊيشن، احمدآباد پاران ڇپيل آهن.

لطيفيات تي ج. ع. منگهاڻيءَ جو تحقيقي پورهيو خاص ڪري لطيف جي ٻوليءَ تي ڪوهستاني حوالي سان ڪيل ڪم تحقيق جي ميدان ۾ نئين وک مڃيو پيو وڃي. ان حوالي سان سندس ٻہ ڪتاب (1) 'ڇپر ڪين ڏي' (2002ع) ۽ 'شاھ لطيف جي ٻولي جو تحقيقي جائزو' (2005ع)، شاھ عبداللطيف ڀٽائيءَ چيئر ڪراچي يونيورسٽيءَ پاران ڇپايل آهن. سندس هڪ ناول 'رڃ' (2006ع) سنڌي اڪيڊمي دهليءَ پاران ڇپجي پڌرو ٿيو آهي. ج. ع. منگهاڻيءَ جي شاعريءَ ۾ جدت، ٻولي پختي ۽ خيال ترقي پسندانا آهن. هوءَ تاج بلوچ جي ادارت هيٺ نڪرندڙ رسالي ماهوار 'سوجهرو' مئگزين جي (2003ع کان 2006ع تائين) چيف ايڊيٽر بہ رهي آهي.

**جَفر:** هڪ قسم جو عددي (ڳڻپ جو) علم، جنهن جي مدد سان واقعن، خاص ڪري ايندڙ وقت جي واقعن بابت اطلاع حاصل ڪبو آهي، يا پيشنگوئي حاصل ٿيندي آهي. عام معنيٰ ۾ اهو علم جنهن جي وسيلي غيب جون خبرون معلوم ڪجن. هن فن ۾ ڪنهن جملي يا لفظ جي حرفن کي ابتو ملائي ڪو نئون لفظ پيدا ڪيو ويندو آهي. انهيءَ نئين لفظ مان اندازي تي ڪڍيل معنيٰ کي حاصل نتيجو سمجهيو ويندو آهي. حرفن جي انهيءَ عددي ڳاڻيٽي جي خيالي مفهوم کي تصوف جي عالمن وڏي اهميت ڏني آهي. ڪي صوفي سڳورا، ڳالهين ئي ڳالهين ۾ اهڙو مبهم ۽ پراسرار علم اسان جي اڳيان رکندا آهن. جيڪو ويچارڻ سان وڏيڪ پيچيدو ٿي ويندو آهي. 'جفر' جو آخري ۽ اهم پهلو ڪشفي يا القائي هوندو آهي. اصل ۾ ڏٺو وڃي تہ جفر جو خاص پهلو اهو ئي هو جنهن بنو اميہ جي دؤر ۾ ڪافي ترقي ڪئي. بنو عباس جي حڪومت ۾ تہ غيبي علم ڪتابن جي صورت ۾ لکجڻ لڳا، جن ۾ سڄي سال جون پيشنگوئيون، سعد ۽ نحس ڏينهن، هوائن جو رخ، موسمن جي تبديلي، چنڊ جي لهڻ، اڀرڻ، برساتن ۽ لڙاين بابت معلومات شامل هوندي هئي. هڪ روايت آهي تہ جفر جو علم حضرت جعفر صادق عليہ السلام جي ايجاد آهي ۽ ٻي روايت آهي تہ اهو (جفر) جو علم اصل هندي آهي جيڪو ايرانين هندستان مان سکيو هو.

**جَڪ:** هڪ قسم جي دريائي مڇي، جيڪا ننڍڙين مڇين ۾ شمار ٿيندي آهي. هيءَ عام طرح سنڌ جي اتر ۽ وچولي واري حصي ۾ ٿيندي آهي. ڪاڏي ۾ ڪم نہ ايندي آهي. هاڻي هن مان ڪيميائي پاڻ ۽ ڪڪڙ ۽ مڇين جا کاڌا تيار ڪيا ويندا آهن.

**جکار جو دڙو:** هيءَ دڙو وانر (راوڙ) کان اوريان اتر پاسي ضلعي بدين ۾ آهي. سمن جي دور جو هي شهر جام جکري سمي جو جوڙايل چون ٿا. رپڙي جي سيم جکار جي اوڀرندي طرف آهي. هيءَ دڙو روپا ماڙي- ڪرهيي پانداري ڳوٺ جي اوڀرندي پاسي ٻن ميلن جي فاصلي ۾ دڙن جي صورت ۾ آهي، جيڪو لوٽجي ڦٽي ويو.

**جکر:** تعلقي وارھ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جکري وکيل جو ڳوٺ، لهٽو ماڇي، بخش علي ماڇي يا حاڪم چانڊيو، نهال تنيو ۽ نورآباد.

**جکرا** (ذات): هن ذات وارا سمن جو اولاد آهن ۽ سمائن ۾ شمار ٿين ٿا. هنن جي لاءِ مختلف روايتون آهن. جنهن ۾ هنن جي اصليت جو پتو لڳائڻ جي ڪوشش ڪيل آهي. هنن لاءِ پهرين روايت آهي ته هي ڄام لاکي ٻن لاکيار سمي جو اولاد آهن. جنهن به شاديون ڪيون ۽ ڪيس 'گندري ملاح' نالي زال مان چار پٽ ٿيا. جن مان ننڍو پٽ 'انڙ' هئس ۽ جکرو ان جو اولاد آهي. جنهن مان وري جکري کي اڃڻ، ارادين، ٻگهيا، ٻرا، پٽا، پليجا، ڏيٽا، ڏيپر، ساهڻ، لاکا، مگرپوٽا، هنگورا، ڳلهڻ، مهڻ، هوتياڻي، هالاڻي، ٿيباڻي ۽ اوڏاڻي نالي پٽ ڄاوا. جڏهن ته ٻي روايت مطابق هي سنڌ جي حڪمران ڄام جوڻي عرف جوناه جي پيڙهيءَ منجهان آهن. جن مان وري پلي، ساند، ويره، ڄام هاپي ڳڙ راهو وغيره ٿيا. جکرا ذات سنگراسين جو پڻ هڪ پاڙو به آهي انهن لاءِ روايت آهي ته اهي راڻي سنگراس جي پٽ ڏجڻ پٽ ڪينڙي جو اولاد آهن.

**جکراڻي**[1]: تعلقي ڪشمور جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ياڻي خان جکراڻي، گل شير جکراڻي، سومر خان جکراڻي ۽ ڏاتو گولو

**جکراڻي**[2]: هيءَ بلوچ قوم جي هڪ شاخ آهي. جيڪا مير چاڪر خان جي نسل مان آهي. سندن وڏي جو نالو جکرو هو. جنهن جي پويان هي جکراڻي سڏجڻ لڳا. چارلس نيپيئر هنن جي وڏي سردار دريا خان کي جاگير ڏني هئي. سنڌ ۾ هنن جون هيٺيون ذاتيون مشهور آهن:

عيساڻي، ڪورڪاڻي، موجاڻي، ملڪاڻي، متاڻي، شهواڻي، مير خاني، سيهواڻي، ساواڻي، نوداڻي، درگاڻي، رودناڻي، مرزلياڻي وغيره. ڪي سما جکراڻين کي 'ڄام جکري' جو اولاد ڪري سماٽ قوم سان ڳنڍيندا آهن پر جکراڻي بلوچ قبيلو آهي. جيڪو نصير آباد ۽ جيڪب آباد ۾ رهائش پذير آهي. جکراڻي ڪنهن زماني ۾ مشهور برادري هئي. جڏهن انگريزن سنڌ تي قبضو ڪيو تڏهن هنن کي ڪوهستان مان لڏائي سنڌ جي ضلعي جيڪب آباد ۾ آباد ڪرايو ويو. اتي کين نوڪريون ۽ زمينون ڏنيون ويون. جيستائين سر رابرٽ سنڊيمن بلوچستان ۾ امن قائم نه ڪرائي سگهيو، تيستائين هنن کي ڪاڇي ۾ اچڻ جي اجازت نه هئي.

**جکراڻي، عبدالحق**: عبدالحق ولد رحيم خان جکراڻي، 1902ع ڌاري ڳوٺ رحيم خان جکراڻي، ضلعي جيڪب آباد ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم جيڪب آباد مان پرائي بعد ۾ عليگڙهه يونيورسٽيءَ مان 1922ع ۾ ايس ٽي سيءَ جو امتحان پاس ڪيائين. هيءُ هڪ زميندار، بهترين استاد ۽ اديب توڙي شاعر هو. ڳڙهي خيري ۾ هيڊماستريءَ دوران هن اتي مهاجرن کي آباد ڪرايو. جنهن سبب ڪيس 'قائداعظم' تمغو مليو. انگريزن جي ترڪن سان جنگ دوران هيءُ رضاڪار طور ان ۾ شريڪ ٿيو جنهن تي ڪيس غازي جو خطاب مليو. سندس خدمتن طور جکراڻين جي شيرواڻين، قلندراڻين، گلواڻين، سارگاڻين، سيواڻين ۽ قمبراڻين جي پڳدار طور سنڌ گزيٽ ۾ اعلان ڪيو ويو. هن سنڌي توڙي بلوچيءَ ۾ شاعري ڪئي آهي. 21 سيپٽمبر 1957ع تي ڳڙهي خيري اسٽيشن تي جيڪب آباد اچڻ وقت ڪيس قتل ڪيو ويو.

**جکراڻي، عرض محمد**: عرض محمد خان جکراڻي ولد مير راجا خان جکراڻي، 1919ع تي ڳوٺ دادپور جاگير لڳ جيڪب آباد ۾ جنم ورتو هن پنهنجي ڳوٺ ۾ پنج درجا پاس ڪيا. هيءُ زميندار ۽ سماجي اڳواڻ هو. سماجي خدمتن ڪري سن 1983ع ۾ ميونسپل ڪائونسلر چونڊيو ويو بعد ۾ ڪيس ميونسپل جو چيئرمين چونڊيو ويو سن 1985ع ۾ غير سياسي بنيادن تي ٿيندڙ اليڪشن ۾ سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊجي ويو هو 1987ع ۾ ٻيهر ميونسپل جو ڪائونسلر چونڊجڻ کان پوءِ چيئرمئن به چونڊيو ويو. 'اناج منڊي يونين' جو 1976ع کان 1991ع تائين سرپرست رهيو. سندس سماجي خدمتن جي پيش نظر سنڌ حڪومت ڪيس 1984ع ۾ جيڪب آباد جي مارڪيٽ ڪاميٽيءَ جو چيئرمئن مقرر ڪيو هيءُ عهدو وٽس 1989ع تائين رهيو. هو غريبن جي ڪلئي هٿ سان امداد ڪندو رهندو هو.

عرض محمد جکراڻي، 1 سيپٽمبر 1991ع تي دل جو دورو پوڻ سبب وفات ڪئي.

**جکرو جاڙيجو**: جاڙيجا سمن جو پاڙو آهي ۽ اهي ڄام جوڻي جي ٻن جاڙن پٽن جو اولاد آهن. جن اڳتي هلي سومرن جي دور کان گهٽو اڳ نائين صدي عيسويءَ ۾ سنڌ جي ڏاکڻي صوبي جي هڪ ڀاڱي ڪڇ ۾ پنهنجي رياست قائم ڪئي هئي. جيڪا 1947ع تائين قائم رهي. اهي جاڙيجا هندو ۽ مسلمان ٻئي مذهب رکندڙ آهن. سمن جي هن پاڙي مان ڪيترا سخي ۽ سورهيه ساماڻا. جن جي ارڏاين، دليرين ۽ رومانس بابت انيڪ لوڪ داستان سنڌ جي تاريخ ۾ درج آهن. جيڪي ايامن کان ڳائبا ٿا اچن.

شاهه عبداللطيف ڀٽائي به هنن کي ڳايو آهي:

جکرو جس ڪرو، ٻيا مڙيئي ملهه،
سسي سهاڳ جي، ڪنهن نه پوي ڪل،
متي ان مرسل، اصل هئي ايتري.

جاڙيجن سمن مان ڪيترا جکرا پيدا ٿيا، جن جي جود ۽ سخا جي ثنا سنڌ جي ڪلاسيڪي شاعريءَ ۾ موجود آهي. لطيف سائين به جکري جي ڪردار کان ايترو ته متاثر هو جو هن پنهنجي شاعريءَ ۾ نبي اڪرم صلي الله عليه وسلم کي جکرو ڪوٺيندي سندس ثنا ۾ بيت چيا آهن:

ڏمري ته ڏي، پرچي ته پاٽ پري،
جادم جکري کي، ٻئي چڱيون چِتِ ۾

جکرو جاڙيجو سنڌ جي اتهاس جو امر ڪردار آهي. جيڪو هڪ سخي ڄام هو.

**جکري جو پڙو**: شادي پلي اسٽيشن کان اولهندي، ريل جي ڏکڻ ۾ ۽ منڙائو واهه جي اوڀرندي پر ۾ پڙي جي شڪل ۾ هيءُ ماڳ موجود آهي. چون ٿا ته ڪڪرالي جي ڄام موهڙ جي زال جڏهن پنهنجي ڏير اُڏي تي عاشق ٿي، تڏهن هو سنڌ ڇڏي ڪڇ هليو ويو اتي هن هوٺل پريءَ سان شادي ڪئي. ڪيس هوٺل پريءَ مان مناهيون ۽ جکري نالي به پٽ ۽ سکر نالي هڪ ڌيءَ ڄائي. جنهن جي سونهن جو بيان شاهه صاحب سُر مارئيءَ ۾ ڪيو آهي. هن پڙي کي شيخ سومار ڄام جکري جو قتل شهر ڪري سڏيو آهي.

**جکري جويو**: تعلقي مٺياريءَ جي هڪ ديهه جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

غلام حيدر جويو، هوت جکرو، شهمير ويس، پنيار همون پوٽا، حاجي جمن پنيرو ۽ حاجي مولا بخش سيال.

**جکڙي**: تعلقي فيض گنج جي هڪ ديهه جنهن ۾ هڪ ڳوٺ لعل خان سپرا جي نالي سان شامل آهي.

**جگپال**: تعلقي دولت پور جي هڪ ديهه جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

محمد رمضان منگي، رضا محمد واتو غلام قادر کيرو عاقل راهو منو کليار ۽ غلام حسين کليار.

**جگپال تال** (وڄت): هن تال ۾ 11 ماترائون ۽ چار ضربون آهن. هن تال کي چئن حصن ۾ ورهايو ويو آهي. پهريون سم 5 ماترائون، باقي 3 حصا ٽن ٽن ماترائن جا آهن. پهرين، 6، 8 ۽ 10 ماترا تالي آهي.

ٺيڪو

1ڌا 2ڌن 3نڪ 4ٿن 5نا 6ڌم 7ڪٽ 8تٽ 9ڪٽ 10گد 11گِن

X 2 3 4

**جگجيت سنگھ**: جگجيت سنگھ 8 جنوري 1941ع تي گنگا نگر، راجستان ۾ ڄائو. سندس والد سردار امر سنگھ سرڪاري نوڪريءَ ۾ هو. سندس ماءُ بچن ڪور سخت مذهبي قسم جي سک عورت هئي. هيءُ ايم. اي پاس آهي. ننڍي هوندي کان ئي راڳ سان ناتو جڙيل هوس. پنڊت ڇنگل لال شرما کان پهريائين راڳ جي سکيا گنگا نگر ۾ ئي ورتائين. بعد ۾ استاد جمال خان کان خيال، دريد، ۽ ٺمري جي تعليم ڇهن سالن تائين ورتائين. پنهنجي مستقبل جي ڳولا ۾ 1965ع ڌاري بمبئي آيو ته ان وقت راڳ جي دنيا جا وڏا وڏا نالا پهرين جاءِ والاريو ويٺا هئا. هن جي ڳائڻ جي شروعات شادين مرادين ۾ ڳائڻ ۽ ايڊورٽائيز ڪمپنين کي آواز ڏيڻ سان ٿي. 1970ع ۾ غزل جي دنيا ۾ وڏا نالا، نورجهان، مهدي حسن، ملڪه پکراج، بيگم اختر، ڪندن لال سهگل، طلعت محمود وغيره موجود هئا. انهن جي موجودگيءَ ۾ هن سخت محنت سان ڇهن سالن اندر پنهنجي جڳهه ناهي ورتي. هن کي غزل ڳائڻ ۾ ملڪو حاصل هو ۽ آهي. 1967ع ۾ هن جي چترا سان ملاقات ٿي، جيڪا پڻ گائڪ هئي. 1969ع ۾ ٻنهي شادي ڪئي. ٻنهي جي جوڙي ڳائڻ طور ڏاڍي مشهور ٿي. کين هڪ پٽ وويڪ نالي هو جيڪو 21 سالن جي ڄمار ۾ هڪ حادثي ۾ فوت ٿي ويو چترا ڏک سهي نه سگهي ۽ ڳائڻ ڇڏي ڏنائين. جگجيت به ڏکي ٿيو پر هن ان ڏک کي آواز ۾ شامل ڪري ڇڏيو غزل ڳائيندو آهي ته اها درد جي لهر سندس آواز مان بکندي آهي. ڪيس ته جهوربندي آهي، پر ٻڌندڙ به ٻڌي ويندا آهن. هن پوءِ ٻي انداز غزل ڳايا. ٻي انداز فلمن جو پلي بيڪ سنگر ٿيو مرزا غالب هڪ ٽي وي ڊرامو هو، ان جا ڳايل نغما تمام گهڻو مقبول ٿيا، جنهن ڪيس مٿانهون مقام ڏنو سون جي تعداد ۾ سندس البم آهن. هندستان توڙي پاڪستان ۾ لکن جي تعداد ۾ سندس ٻڌندڙ موجود آهن. واقعي آواز جي کا به سرحد ڪونه آهي. هو به پيرا پاڪستان به آيو آهي. 2006ع ۾ زلزلي جي ستايلن جي امداد لاءِ محفلون ڪيون هئائين. 2003ع ۾ هند سرڪار ڪيس 'پدما ڀوشن' جي اعزاز سان نوازيو. پاڻ ڪمبالا هلس بمبئي ۾ رهي ٿو.



**'جگر' مرادآبادي**: مشهور اردو شاعر جگر مرادآبادي جو اصل نالو علي سڪندر ولد مولوي نظر علي مرادآبادي هو 'جگر' سندس تخلص هو جگر مرادآباديءَ 1880ع ۾ جنم ورتو جڏهن ته محمود علي خان جامعي سندس پيدائش جو سال 1893ع ڄاڻايو آهي. سندس تعلق مذهبي گهراڻي سان هو. سندس ابا ڏاڏا پهرين دهليءَ ۾ رهندا هئا. فرخ سير جي وفات کانپوءِ لڏي مرادآباد ۾ اچي رهيا. هن شروعاتي تعليم استينلي اسڪول لکنؤ مان حاصل ڪئي، جتي هو نائين جماعت تائين پڙهيو نائين ڪلاس ۾ ڪيترا دفعا ناپاس ٿيو بعد ۾ معلم محمد صديق جي رهنمائيءَ ۾ عربيءَ فارسيءَ جي تعليم حاصل ڪيائين. جنهن بعد محمد عاقل نالي شخص جي دڪان تي نوڪري ڪيائين، جنهن جو عينڪن جو ڪاروبار هو. جگر ٽي شاديون ڪيون. پهرين شادي 1915ع ۾ وحيدن بيگم سان ڪيائين، جيڪا آگري ۾ رهندي هئي، جيڪا پيشي جي لحاظ کان ڪوٺي تي ڳائيندڙ عورت هئي. جگر ساڻس ڏاڍي محبت ڪندو هو. ٻن سالن کانپوءِ وحيدن بيگم جو انتقال ٿيو جگر کي سندس جدائيءَ جو وڏو ڏک ٿيو ۽ گهڻي شراب پيئڻ ڪري سندس حالت خراب ٿيڻ لڳي. انهيءَ زماني ۾ جگر جي ملاقات اردوءَ جي مشهور شاعر اصغر گونڊويءَ سان ٿي، جنهن ڪيس پنهنجي ساليءَ نسيم بيگم سان شادي ڪرڻ جو مشورو ڏنو. ان کان پوءِ جگر جي ٻي شادي نسيم بيگم سان ٿي. هن جي ٽين شادي پنهنجي دوست ايغي 'اصغر' جي طلاق شده گهرواريءَ سان ٿي، جيڪا نسيم بيگم جي وڏي ڀيڻ هئي. جگر مراد آباديءَ تي هڪ وقت اهڙو به آيو جو هن شراب پيئڻ ڇڏي ڏنو ۽ سخت مذهبي انسان بڻجي ويو. هن حج به ڪيو ۽ قاضي عبدالغني منگلوريءَ جي هٿ تي بيعت ورتائين.



جگر مرادآبادي، هندستان جو وڏو شاعر ٿي گذريو آهي، ڪيس هندستاني حڪومت 'پدم ڀوشن' جو اوارڊ ڏنو. ڪيس علي ڳڙهه مسلم يونيورسٽيءَ مان ڊاڪٽريٽ جي اعزازي ڊگري ملي. سندس شاعريءَ جو مجموعو 'آتش گل' تمام گهڻو مشهور ٿيو. جنهن تي ساهتيه اڪيڊميءَ جگر کي روڪ انعام ڏنو جگر مرادآباديءَ جي استادن ۾ ڪيترا اهم شخص شامل آهن، جهڙوڪ: 'داغ دهلوي'، 'رسا رامپوري'، 'تسليم' وغيره. جگر مرادآبادي ان کان سواءِ پاڻ خود معظم جاهه بيخود، عارف، شکيل بدايوني،

شارق احمد ۽ راز مرادآباديءَ کي پنهنجو استاد تسليم ڪندو هو. جگر مرادآبادي اردو شاعريءَ جي تاريخ ۾ هڪ الڳ مقام رکي ٿو. هن کي اردو غزل جو وڏو شاعر مڃيو وڃي ٿو.

جگر مرادآباديءَ 1960ع ڌاري گونڊا ۾ وفات ڪئي.

**جگني:** ننڍي ڪنڊ ۾ لوڪ گيتن جي هڪ صنف آهي، جنهن کي سنڌ، پنجاب سميت راجپوتانا، حيدرآباد دکن ۽ پنجاب ۾ پنهنجي پنهنجي ٻولين ۾ جگني ڪري ڳايو ويندو آهي، پر هن جي هيئت ۽ ڍن ۾ هڪجهڙائي هوندي آهي. هن گيت جي پس منظر لاءِ چون ٿا ته جگني نالي هڪ لاڏائو ڇوڪري ڪنهن سان پيچي وئي، پوءِ جنهن جنهن هيءَ ڳالهه ٻڌي ان هن کي گهٽ وڌ چيو ۽ پنهنجي جذبن جو اظهار جگني ڳائي ڪيو. پنجاب ۾ جگني جو لفظ قومي شجاعت ۽ پيار محبت جي احساسن جو اهڃاڻ آهي.

**ڄڳتياڻي پنجابي:** هنن جي نک 'ڇڇڙا' آهي. سندن نک ۾ ايندڙ سوٽ حيدرآباد جا لالواڻي ۽ اُتم سنگهه آکهين وارا ديوان آهن. هي پنجاب کان سنڌ ۾ آيا هئا. تنهنڪري 'سنڌي پنجابي' سڏجن ٿا ۽ پنهنجي وڏي ڏاڏي سيٺ جڳتراءِ جي نالي پنيان پاڻ کي 'ڄڳتياڻي' ڪوٺائين ٿا. هن آکهه مان سيٺ چاندو مل مکيه هو. جنهن 1835ع ۾ ميرن جي صاحبيءَ ۾ حيدرآباد ۾ جواهرات جو ڌنڌو شروع ڪيو. سنڌ جي ميرن کي هيرا ۽ جواهرات کپندا هئا، ته سيٺ چاندو مل کين اهي پهچائيندو هو. جنهن ڪري هن آکهه وارا 'ميرن جا جواهري' سڏجڻ ۾ آيا.

**ڄڳتياڻي، لالچند امرڏنو مل:** سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جو ناليوارو عالم، اديب، نقاد ۽ محقق لالچند امرڏنو مل ڄڳتياڻي، حيدرآباد سنڌ ۾ 25 جنوري 1885ع ۾ ڄائو. عجيب اتفاق آهي ته انڊين نيشنل ڪانگريس به ساڳئي سال قائم ٿي ۽ سنڌ جو ٻيو نامور عالم جيٺمل پرسرام به ساڳئي سال ڄائو. لالچند کي سنڌي گهر ۾ پڙهائي وئي. ان کان پوءِ هيرانند اڪيڊمي هيرآباد، حيدرآباد ۾ مئٽرڪ تائين سنڌي ۽ انگريزيءَ ۾ تعليم ورتائين. هن مئٽرڪ 1903ع ۾ پاس ڪئي ۽ 1904ع ۾ ڪاليج ۾ داخل ٿيو



پڙهندو به هو ۽ نوڪري به ڪندو هو 1918ع تائين ائين ڪيائين. ڪجهه وقت سنڌ مدرسي ۾ ماستري ڪيائين ۽ ڪجهه وقت پروفيسر ٿي رهيو. سنڌ جو نامور عالم ۽ دانشور محمد ابراهيم جويو سندس شاگردن مان آهي. لالچند صوفي منش، صاف دل، محب وطن ۽ بي تعصب ماڻهو هو. سنڌي ادب جي تمام وڏي خدمت ڪيائين. هيءَ 'ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ' سان به لاڳاپيل هو جتي دادا جيٺمل سان سندس دوستي ٿي ۽ اها دوستي اڳتي هلي مائٽيءَ ۾ بدلجي وئي، سندس نياڻيءَ ستيءَ جو وهانءُ جيٺمل جي فرزند، رام سان ٿيو. 1930ع ڌاري لالچند، جيٺمل پرسرام ۽ ٻين سان گڏجي 'سنڌي ساهت سوسائٽي' برپا ڪئي، جڏهن 1930ع ۾ سنڌ هاري ڪميٽي ميرپورخاص ۾ ٺهي ته پاڻ سائين جي. ايم. سيد ۽ جيٺمل پرسرام سان گڏ ان گڏجاڻيءَ ۾ شريڪ ٿيو جڏهن شاهه لطيف جي ٻهرين ورسي 1932ع ۾ ميران محمد شاهه، پٽ شاهه ۾ سڏائي ته پاڻ جي. ايم. سيد ۽ جيٺمل پرسرام سان گڏ ان ۾ شامل ٿيو هو لالچند جي، جي. ايم. سيد سان ملاقات ۽ واقفيت مٿين گڏجاڻين دوران ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ ۾ ٿي، جڏهن 1940ع ۾ جي. ايم. سيد تعليم کاتي جو وزير ٿيو ۽ هن سنڌي ساهت لاءِ مرڪزي صلاحڪار بورڊ قائم ڪيو ته ان بورڊ ۾ لالچند امرڏني مل اسسٽنٽ سيڪريٽري ٿي ڪم ڪيو ان وقت سنڌي لغت کي تيار ڪرڻ لاءِ جيڪا ڪاميٽي مقرر ڪئي وئي هئي، ان جو به هن اسسٽنٽ سيڪريٽري ٿي ڪم ڪيو ان ڪميٽيءَ جي ميمبرن ۾ ناميارا اديب ڀيرومل مهرچند آڏواڻي، جيٺمل پرسرام، عثمان علي انصاري ۽ ٻيا شامل هئا. هنن الف- ب جي ٻهرين چئن اکرن تي ابتدائي ڪم ڪيو ۽ ورهاڱي بعد پوءِ اها لغت اڳتي هلي سنڌي ادبي بورڊ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ ٻين اديبن کان تيار ڪرائي.

لالچند امرڏني مل ڪانگريس هلچل ۾ به حصو ورتو جنهنڪري 1922ع ۾ جيل به ويو. جيل ۾ اندر ۽ ٻاهر هن ڪيترائي ڪتاب لکيا، جن مان هيٺيان مکيه آهن: (1) سدا گلاب (ٽئگور جي ڪتاب باغبان (Gardner) جي نثري نظمن جو نثري ترجمو)، (2) سون ورنيون دليون (Hearts of Gold: By: I. Edhor) جنهن جا چار ڇاپا 1956ع، 1976ع، 1979ع ۽ 1992ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ ڇپائي پڌرا ڪيا آهن. (3) سچ تان صدقي، (4) ڪشنيءَ جو ڪَشٽ، (5) ڦلن مٽ، (6) برونو (مشهور سائنسدان برونو جي حياتيءَ تي لکيل ڪتاب)، (7) ڏکن ڏِٺي زندگي، (8) حر مکيءَ جا (ڪهاڻي)، (9) رام بادشاهه، (10) پريم جو ٻَلُ (ٻه ڀاڱا)، (11) لڳ ننڍو جيءَ گهٽو (12) ماتمين کي دلداري، (13) محمد رسول الله ﷺ (حضور پاڪ ﷺ جي زندگيءَ تي آڌاريل ڪتاب)، (14) شاهاڻو شاهه (شاهه لطيف بابت مختلف مضمون)، (15) سچل سرمست (16 بيرنگي باغ جو گل (ٻه ڀاڱا)، (17) مسافريءَ جو مزو، (18) سنڌي چمن، (19) سُر ڪيڏارو (ايپاس)، (20) سيڻ کي ويڻ، (21) نقد ڌرم (ناٽڪ)، (22) عمر ماروي (ناٽڪ)، (23) سهڻي ميهار (ناٽڪ)، (24) هندستان جي تاريخ، (25) ماڻڪ موتي لعل، (26) ميران (ناٽڪ)، (27) شاهه جا ڪي سُر، (28) ساميءَ جا سلوڪ. ان ڪانسواءِ سندس ٻيا ڪتاب به ڇپيا وڃن ٿا، جهڙوڪ: (1) سنڌي ٻوليءَ جو نچوڙ، (2) جيل جي ڊائري، (3) ننڍڙا ناٽڪ، (4) چوٽ جو چنڊ وغيره.

لالچند امرڏنومل سون ورني دل جو مالڪ هو ٻارن سان پيار ڪندڙ، يارن جو يار، دشمنن جو سڄڻ، حق گو، ڪلمُک، سادو پر خوش ذوق، هر مذهب جي ماڻهن کي عزت ڏيندڙ انسان هو هن ورهاڱي کان اڳ ڪجهه وقت 'مهراڻ' رسالو به هلايو جيڪو اڳتي هلي سنڌي ادبي بورڊ 1951ع ۾ نئين سري سان شروع ڪيو پاڪستان ٺهڻ بعد ٻين ڪيترن اديبن سان گڏ هيءَ به پڳهيءَ دل سان ڀارت لڏي ويو. سنڌ مان وڃڻ تي هرگز دل ڪانه هيس، پر مجبوريءَ ڪيس پرڏيهه جا وڻ ڏيکاريا. سنڌ سان کيس السٽي محبت

هئي. جڏهن 18 اپريل 1954ع تي وفات ٿي ڪيائين تڏهن وصيت ڪيائين تہ ”ميائي جياس، جي نيو مڙهہ ملير ڏي“. منهنجون هائيون پياري سنڌو درياهہ ۾ پرواهہ ڪجو اها ئي منهنجي گنگا آهي، اها ئي جمنا. جسم هتي اٿم، روح سنڌ ۾ اٿم، اهوئي منهنجو سُرڳ آهي، اهوئي منهنجو مقصود!

سندس وصيت موجب سندس سنک 12 ڊسمبر 1955ع تي سنڌ ۾ موڪليا ويا، جيڪي 18 اپريل 1956ع ۾ موجوده حسين آباد (گدو بندر) وٽان سنڌو درياهہ ۾ پرواهہ ڪيا ويا. جنهن ۾ سنڌي ادبي بورڊ جي سربراهہ محمد ابراهيم جويي سان گڏ سنڌي مسلم ۽ هندو اديبن هن تقريب ۾ حصو ورتو. ان موقعي تي سنڌي ادبي بورڊ سندس ئي ترجمو ڪيل ڪتاب ’سون ورنيون دليون‘ ڇپائي ڪيس پيٽا پيش ڪئي هئي. هن ڪتاب جا 1925ع ۽ 1928ع ۾ نئين سنڌي لائبريريءَ پاران ٻهريان ٻہ ڇاپا ڇپجي چڪا هئا.

**جڳديش لڇاڻي:** جڳديش ويراج لڇاڻي، 4 ڊسمبر 1939ع تي پير جي ڳوٺ، سنڌ ۾ ڄائو. 1947ع واري ورهاڱي سبب هيءَ هندستان هليو ويو. هن ايم.اي هندي، ايم اي سنڌي ۽ ايم فل ڪئي آهي. ڊي ٽي ڪالائي ڪاليج آف آرٽس، سائنس اينڊ ڪامرس الهاس نگر جو 39 سال پرنسپال رهيو آهي. پاڻ سٺو نقاد، ٻاراڻي ادب جو وڏو ليکڪ ۽ ٽيلي اسڪرپٽ جو بهترين ليکڪ آهي. جنهن ۾ هن جو ساٿي منوهر بيدي رهيو آهي. هن اسڪول ۽ ڪاليج دوران ڪيترن ئي ناٽڪن جي ڊائريڪشن ڏني آهي. سنڌي ڪان سواءِ هي هندي ۽ انگريزيءَ جو بہ سٺو ليکڪ آهي. هن جي ادبي تصنيفن ۾: (1) خاموش زندگي (1957ع)، (2) ادبي شناس (1958ع) (3) سِڌا ردل جي ڪشمڪش جو چتر (1959ع)، (4) هڪ تصوير بہ پاسا (ڪهاڻيون 1962ع)، (5) سنڌي ادب جي روپ ريکا (1966ع)، (6) اصول ۽ آلوچنا (1973ع)، (7) نئون ساهت (1977ع)، (8) ساهت سروپ (1982ع)، (9) ابيياس ۽ سنڌي ابيياس (1982ع)، (10) شاهہ ۽ صوفي مت (1984ع)، (11) ساهت جي پرک (1987ع)، (12) سنڌي ڪهاڻي جي اوسر ۽ (13) ادبي تصويرون (ريڊيو ناٽڪ ۽ ادبي خاڪا: 1959ع) وغيره مشهور آهن.

ان ڪان سواءِ هن منوهر بيديءَ سان گڏ ڪيترا ئي ٽيلي اسڪرپٽ بہ لکيا ۽ ترتيب ڏنا آهن. جن مان: (1) جوڳي جادو لائي ويا (رام پنجواڻي جي زندگي تي ٽيلي اسڪرپٽ 1987ع)، (2) پوڙهي- پوپٽي (پوپٽي هيراننداڻيءَ جي جيون، رچنائن ۽ خيالن جي آڌارت ٽيلي اسڪرپٽ 1988ع)، (3) ڪريو نہ تنهن جو ڪير (سنت ڪنور رام، جهولي لال ۽ هيمون ڪالاڻيءَ جي حياتي تي ٽيلي اسڪرپٽ 1990ع)، (4) جل ۾ جوتين وارو (جهولي لال جو جيون چرتر 1992ع)، (5) نيٽين ننڊ حرام (شاهہ لطيف جي حياتي، ڪلام ۽ تخليقي تصور جي آڌارت ٽيلي اسڪرپٽ 1993ع)، (6) هي ڪوئي ڪسي نہ سگهندو (ريڊيو فلم ناٽڪ 1995ع)، (7) ذات ۽ ڏانءُ (ايم ڪمل جي شخصيت ۽ ادبي ڪم جو جائزو 1997ع)، (8) ڏور بہ اوڏا سپرين (شاهہ لطيف، شيخ اياز ۽ تاجل بيوس تي وڊيو فلم اسڪرپٽ 2002ع) وغيره مشهور آهن. ان ڪان سواءِ هن ٻارن جي ادب تي بہ گهڻو ڪم ڪيو آهي، جنهن جو ڪجهہ وچور هيٺ ڏجي ٿو:

(1) جهرڪي لڏو ٽڪو (1979ع)، (2) روپ نگر جي راجڪماري (1982ع)، (3) گلن ڦلن جي راڻي (1982ع)، (4) ڪُني آندي ڪنوار (1989ع)، (5) هڪڙو هو ڏاهري (1989ع)، (6) گنگا گيان (1990ع)، (7) ملي ڪبو مقابلو (1991ع)، (8) لال هيري جي ڳولا (1992ع)، (9) وگيان جون آکاڻيون (1994ع) وغيره. کيس مجتا طور ڪيترائي اوارڊ ۽ انعام ڏنا ويا، جن ۾: (1) ساهت جي پوک تي ايوارڊ، مهاراشٽر رياست جي سنڌي ساهتيہ اڪيڊميءَ پاران 1988ع، (2) ’جوڳي جادو لائي ويا‘ ٽيلي اسڪرپٽ تي اوارڊ، سينٽرل هندي ڊائريڪٽوريٽ، ڀارت سرڪار پاران دهليءَ 1989ع ۾، (3) ’ساهت جي پوک‘ ڪتاب تي اوارڊ، نيشنل ڪائونسل فار پروموشن فار سنڌي لئنگئيج پاران 2000ع ۾ قابل ذڪر آهن.

**جڳسي:** مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو

**جڳ شينهن پير جو مقبرو:** هيءُ مقبرو ديهہ درمحمد، تپي ڪڪڙ تعلقي خيرپورناٿن شاهہ، ضلعي دادو ۾ موجود آهي. هيءُ رانڪ اٽڪل هڪ فرلانگ انڊس هاءِ وي جي اوڀر ۾ ۽ ٻہ ڪلو ميٽر دادو طرف ڪڪڙ شهر کان روڊ تي موجود آهن. جڳ شينهن پير جو مقبرو/ رانڪ هڪ ڪمري تي مشتمل آهي جيڪا ٿورو عرصو اڳ جي ٺهيل ٿي لڳي. ڇت سڌي ٽيئرن ۽ گارڊرن سان ڍڪيل اٿس. عمارت چورس آهي، جنهن جي اوڀر جي طرف لنگهہ آهي. اندر ٽي قبرون آهن. وچين قبر سندس، اوڀر واري سندس پٽ جي ۽ ٽين قبر جڳ پير جي استاد جي چون ٿا. روايتن موجب جڳ شينهن بلاولي تحريڪ جو سرگرم ڪارڪن هو. سندس اصل نالو يا ٻيو احوال ڪو نہ ٿو ملي.

**جڳ مڙيو ئي سپنو (ڪتاب):** مهان شاعر شيخ اياز جو هي ڪتاب ’جڳ مڙيوئي سپنو‘ سندس آتم ڪٿا جو پهريون جلد آهي، جنهن ۾ شيخ اياز ورهاڱي کان اڳ ۽ پوءِ واري زندگيءَ جون يادگيريون لکيون آهن ۽ ورهاڱي سبب جيڪا لڏ پلاڻ ٿي ان جو بہ ذڪر بار بار ڪيو اٿس. هڪ هنڌ شيخ اياز لکي ٿو تہ: ”1947ع ۾ منهنجا ادبي دوست ڪيرت ٻاٻاڻي، گوبند مالهي، ارجن شاد، موهن پنجابي، نارائڻ شيام ۽ ٻيا ڪيترا يار، جن سان ڪراچيءَ ۾ ڪچهريون ٿينديون هيون، اهي سرحد پار وڃي نڪتا هئا. ڪراچيءَ ۾ منهنجا ادبي دوست رگهو بہ وڃي رهيا هئا. محمد ابراهيم جويو ۽ سوڀو گيانچنداڻي.“ جڳ مڙيوئي سپنو ۾ شيخ اياز شڪارپور ۽ ڪراچي ۾ رهائش، تعليم ۽ ادبي سرگرمين جو احوال ۽ ان کان سواءِ مختلف هنڌن جون يادگيريون پڻ ڏنيون آهن ۽ مختلف ماڻهن سان ڪچهرين جي باري ۾ پڻ لکيو اٿس. ڪتاب ۾ شيخ اياز جون گهرياڻين ۽ ماسڪو ۾ بانو قدسيہ ۽ ٻين سان گڏ تصويرون پڻ ڏنل آهن. 1985ع ۾ سگنڊ پبليڪيشن لاڙڪاڻي طرفان ڪرائون سائيز ۾ شايع ڪيل هيءُ ڪتاب 136 صفحن تي مشتمل آهي، جڏهن تہ ڪتاب جي قيمت 18 روپيا ڄاڻايل آهي.



**جڳڻ:** تعلقي شڪارپور جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: جڳڻ، شيخن جي واڙ، چانڊيا، رئيس علي گل، لانگاهه، محمد عمر ڪوسو، محمد علي، راهوجا، ارباب ڪوسو، آدم خان لاشاري ۽ شيخ لاشاري.

**جڳو:** جڳو فقير مخدوم عبدالرحمان شهيد جو سڳو ڀاءُ هو سندس مزار ميرپورخاص عمرڪوٽ روڊ کان ويهه ميل فاصلي تي ڏکڻ طرف حاجي مصري خان پنڊ جي ڳوٺ جي پرسان آهي. هن لاءِ مشهور آهي ته مال وندن جي مال ۾ ڪا بيماري پوندي هئي ته اهي پنهنجو مال ڪاهي جڳي فقير جي مزار تي حاضري ڀريندا هئا ۽ خدا ڪارڻ کير ورهائيندا هئا ته سندن رزق ڏانهن خير ٿي ويندو هو.

**جڳواڻي، سندر مينگهراج 'مجرم':** جڳواڻي سندر مينگهراج 'مجرم'، 5 جنوري 1945ع تي شهر پريا سنڌ ۾ جنم ورتو. سندس تعليم ايم. اي ۽ بي.ايڊ آهي. پاڻ ليکڪ ۽ شاعر آهي. سندس ڇپيل ڪتابن ۾: 'نيڻن وهايو نير' (1976ع)، 'ڪليون ۽ گل' (1978ع) شامل آهن. جڳواڻي آل انڊيا ريڊيي تان شاعري ۽ ڪهاڻيون به پيش ڪندو رهيو آهي. سندس لکڻيون ڀارت ۾ درسي ڪتابن ۾ به شامل ڪيون ويون آهن. پاڻ سڄني، ڦلواڙي ۽ گلشن رسالن جو ايڊيٽر به رهيو آهي.

**جلال:** تعلقي ميرو جي هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:
دينو جو ڪوٽ، موٺڻ جوٽيجو، غلام قادر خشڪ، سيرو، بادل آباد ۽ حاجي محمد رحيم مگسي.

**جلال آباد** (Jalalabad): اڳوڻو نالو جلال ڪوٽ، اوڀر افغانستان ۾ ڪابل درياهه جي ڪناري تي ننگرهار صوبي جي گاديءَ جو هنڌ آهي. هيءُ پشاور کان دره خيبر، ڪابل ڏانهن ويندڙ رستي تي موجود آهي ۽ پاڪستان ۽ هندستان سان گڏ افغانستان جي واپار جو وڏو حصو ڪنٽرول ڪندو آهي. هتان کان لمغان ۽ ڪنار وادين ڏي ويندڙ رستن جي ڪري شهر کي وڏي اهميت حاصل آهي. هيءُ هڪ هوائي اڏي وارو فوجي مرڪز به آهي. جلال آباد




جو علائقو ٻي صدي قبل مسيح کان آباد آهي ۽ هندستان جي شهنشاهه اڪبر (1542-1605ع) ۾ جديد شهر جي تعمير شروع ڪئي هئي. هيءُ 1834ع ۾ افغان حڪومت جي ماتحت ٿيو پهرين (1839-42ع) ۽ ٻي (1879-80ع) انگريز - افغان جنگين دوران برطانوين جلال آباد تي قبضو ڪيو. 1979ع ۾ ان جي فوجي مداخلت کان پوءِ سوويت فوج جلال آباد پرسان هڪ فوجي ڪمانڊ قائم ڪئي ۽ 1980ع جي شروعات ۾ روسين شهر تي ڪنٽرول ڪيو ۽ پاڻ ۾ وڙهندا رهيا. ان ويڙهه سبب ڪيترائي افغان پناهگير ٿي پشاور ۽ ٻين شهرن ۾ رهن ٿا. جلال آباد پرسان هڪ وسيع آبپاشي وارو ميدان آهي، جتي ميوا، بادام، چانور ۽ ڪمند پيدا ٿيندي آهي. ملڪي صنعتن ۾ هڪ ڪمند جي ريفائنري ۽ هٿ جي هنرجا دڪان شامل آهن. آبي نظام کي بهتر بڻائڻ لاءِ هڪ جديد پروگرام شروع ڪيو ويو آهي. ان کان سواءِ رستا به پڪا ڪيا پيا وڃن. ننگرهار يونيورسٽي 1963ع ۾ قائم ٿي. هتي افغاني پٺاڻن جي اڪثريت آهي.

**جلال الدين ٺٽوي جي درسگاهه:** هيءَ درسگاهه ٺٽي ۾ هئي. مولانا جلال الدين اصل ٺٽي جو رهاڪو گهڻي علم ۽ عقل جو مالڪ هو شروع ۾ ٺٽي ۾ علمي فيض جي پالوٽ ڪندو رهيو، پر پوءِ همايون بادشاهه جي دربار ۾ پهتو ۽ همايون وٽس ڪجهه پڙهيو بادشاهه سندس علمي جاڻ ۽ دانشمنديءَ تي موهت ٿي کيس قاضي القضات مقرر ڪيو همايون جو ٻيو استاد مولانا محمد فرغلي نوراني نقشبندي پڻ هو هي ٻئي صاحب وقت جا استاد ۽ عالم هئا. 'تذڪره گلزار ابرار' جو مصنف لکي ٿو ته: جڏهن شيرشاهه سوري همايون کي آگري مان تڙي ڪڍيو، تڏهن ڀاڄ ۾ مولانا جلال الدين، همايون کان جدا ٿي ويو. ان کان پوءِ سندس ڪو پتو نه پيو. اهو واقعو 947هه /1540ع ۾ پيش آيو.

**جلال الدين 'رومي':** عظيم صوفي، جلال الدين رومي، اسلامي دنيا جو وڏو مفڪر ۽ فارسي زبان جو وڏو شاعر ٿي گذريو آهي. سندس نالو محمد ولد بهاءُ الدين شيخ ۽ لقب جلال الدين عرف مولانا 'رومي' هو. سندس نسب جو سلسلو هن طرح هو: شيخ بهاؤ الدين بن محمد بن حسين بن احمد البلخي بن قاسم بن مسيب بن عبدالله بن عبدالرحمان بن ابوبڪر صديق.



مولانا روميءَ جو ڏاڏو حسين بلخي، وڏو الله وارو شخص ۽ درويش هو وقت جا سلطان ۽ بادشاهه سندس ايتري عزت ڪندا هئا. جو محمد خوارزم شاهه پنهنجي ڌيءَ جي شادي ساڻس ڪرائي هئي، جنهن مان مولانا بهاؤ الدين، مولانا روميءَ جو والد پيدا ٿيو هو. جيڪو علم ۽ عمل جي دنيا ۾ پنهنجي دور جو نهايت قابل شخص هو خراسان جي ڏورانهن هنڌن تان شرعي سوال ۽ فتوائون وٽس ايندڙيون هيون. مولانا بهاءُ الدين، نامور صوفي ۽ مصنف هو هن خاندانَ منگولن جي آمد جي خوف کان پنهنجو اباڻو ڳوٺ ڇڏي، روم وڃي وسايو هو. جتي سلجوقين جي حڪومت هئي.

مولانا محمد جلال الدين رومي، 6 ربيع الاول 602 هه/ 30 سيپٽمبر 1207ع تي بلخ ۾ پيدا ٿيو ابتدائي تعليم پنهنجي والد کان حاصل ڪيائين، پوءِ شيخ برهان الدين محقق کان علم پرايائين. 18-19 سالن جي ڄمار ۾ پنهنجي والد سان گڏ قونيه آيو جتي سندس والد کي گهرائي، هڪ مدرسي جو مهتمم بڻايو ويو جتي هو تعليم ڏيڻ لڳو جڏهن مولانا روميءَ جي والد، 18 ربيع الثاني 628 هه/ 1228ع ۾ وفات ڪئي ته مولانا روميءَ کي پيءُ جي جاءِ تي مدرس مقرر ڪيو ويو سال کان پوءِ مولانا رومي 25 سالن جي عمر ۾ فن جي تڪميل لاءِ شام روانو ٿيو جتي سندس ملاقات مشهور فلسفي ۽ مفڪر ابن العربيءَ سان ٿي، جنهن جو ماٽيلو پٽ صدرالدين القونوي، مولانا روميءَ جو هم مڪتب ۽ دوست هو ان وقت دمشق ۽ حلب، علمن ۽ فنن جا مرڪز هئا. مولانا رومي پهرين حلب ويو ۽ اتي مدرسه حلاويه جي بورڊنگ هائوس ۾ رهيو ۽ اتان جي مدرس ڪمال الدين ابن عديم حلبيءَ کان علم حاصل ڪيائين، جيڪو وقت جو وڏو محدث، مؤرخ، فقه ۽ مفتي هو مولانا روميءَ، حلب جي ٻين مدرسن ۾ به تعليم ورتي ۽ طالب علميءَ جي زماني ۾ ئي عربي زبان، حديث، تفسير فقه ۽ معقول ۾ ڪمال حاصل ڪيائين. ان وقت سندس عمر 40 سال ٿي وئي ۽ سمورن نصابي ۽ درسي علمن ۾ ڪمال ۽ مهارت حاصل ڪري ورتائين. هن سيد برهان الدين کان به طريقت ۽ سلوڪ جي تعليم ورتي هئي، جنهن جو ذڪر 'مناقب العارفين' ۾ آهي. پر روميءَ تي اڃا ظاهري علمن جو رنگ غالب هو هو ديني علمن جو درس ڏيندو، وعظ ڪندو، فتوائون لکندو هو ۽ ساز، سماع ۽ موسيقيءَ کان پاسو ڪندو هو

مولانا روميءَ جي زندگيءَ ۾ تبديلي، 30 نومبر 1244ع تي آئي، جڏهن قونيه جي گهٽين ۾ هن جي ملاقات وقت جي وڏي ولي ۽ بزرگ شمس تبريز سان ٿي. شمس تبريز جو والد ڪَيا بزرگ جي خاندان مان هو جيڪو اسماعيلي فرقي جو امام هو پر هن پنهنجو اباڻو مسلڪ ترڪ ڪري ڇڏيو هو. شمس تبريز ظاهري علمن جي تحصيل ڪرڻ بعد بابا ڪمال الدين جنديءَ جي مريدي اختيار ڪئي، پر عام صوفين وانگر پيري مريدي، بيعت ۽ ارادت جو اختيار نه ڪيائين. سوداگرن ۽ مسافرن جي مهمان خانن ۾ ترسندو هو ۽ ڪمرو بند ڪري مراقبي ۾ رهندو هو اڳٽ ناهي ۽ وڪڻي گذران ڪندو هو جڏهن شمس تبريز قونيه جي هڪ سراءِ ۾ اچي رهيو ته مولانا روميءَ ساڻس ملاقات ڪئي. ٻنهي بزرگن پاڻ ۾ ڪافي وقت زبان حال ۾ گفتگو ڪئي. مولانا روميءَ ڪانئس متاثر سندس هٿ تي بيعت ڪئي. تاريخي ڪتابن ۾ اچي ٿو ته ان بعد ٻئي بزرگ، صلاح الدين زرڪوب جي حجري ۾ چلي دوران ڪيترو ئي وقت ذڪر الاهيءَ ۾ محو ۽ مصروف رهيو ان وقت کان مولانا روميءَ ۾ هڪ نمايان تبديلي آئي. اڳ هو سماع کان پاسو ڪندو هو ۽ هاڻي ڪيس سماع کان سواءِ سڪون نه ايندو هو مولانا درس تدريس ۽ نصيحت جو ڪم صفا ڇڏي ڏنو ۽ پنهنجي مرشد شمس جي خدمت مان هڪ گهڙيءَ لاءِ به پري نه ٿيندو هو هن وٽس فنا في الله ۽ بقا باالله جون منزلون طئه ڪري ورتيون. سڄي شهر ۾ چميگويون پکڙي ويون ته مولانا رومي هڪ چرئي شخص جي صحبت ۾ ڦاسي پيو آهي. ان حد تائين جو مولانا جي پٽن کي به والد جي اها حالت ناگوار گذري. ماڻهن جي ڪاوڙ ان حد تائين وڌي وئي، جو شمس تبريز محسوس ڪيو ته اها شورش، ڪٿي فتني انگيزيءَ جي حد تي نه پهچي وڃي، سو چپ چاپ دمشق هليو ويو مولانا روميءَ کي سندس جدائيءَ جو سخت صدمو رسيو ۽ ماڻهن سان تعلقات ختم ڪري ڪنڌائتو ٿي ويهي رهيو مدت کان پوءِ شمس تبريز مولانا روميءَ کي دمشق مان هڪ خط لکيو جنهن منجهس شوق جي آڳ ڀڙڪائي وڌي ۽ ان زماني ۾ نهايت رقت آميز ۽ پر اثر شعر چوڻ شروع ڪيائين. جن ماڻهن شمس تبريز کي ڏکويو هو تن کي سخت پڇتاءُ ٿيو سيني مولانا روميءَ کان اچي معافي ورتي. ان بعد گڏيل راءِ ٻيلي ته سڀ شهري گڏجي دمشق وڃن ۽ شمس تبريز کي منٿ ميڙ ڪري واپس وٺي اچن. مولانا روميءَ جو پٽ 'سلطان ولد' قافلي جو سردار بڻيو جنهن کي مولانا روميءَ هڪ منظوم خط لکي ڏنو ته شمس تبريز کي خود وڃي پهچائي. 'سلطان ولد' دمشق پهتو وڏيءَ مشڪل سان شمس تبريز کي ڳولي لڌائون. سيني سندس آڏو آداب بجا آندا ۽ تحفا پيش ڪيا، ڪيس مولانا جو خط پهچايو ويو شمس مشڪيو ۽ فارسيءَ جي هڪ مصرع پڙهيائين:

به دام دا نه نگيرند مرغ دانارا

'سرڪڻ (ڦاهي) ۽ داڻي سان سجاڻي، ڪڪڙ کي ڦاسائين ٿا!'

ماڻهن کي چيائين ته: انهن ٺڪرين (تحفن) جي ضرورت نه آهي، مولانا جو پيغام ئي ڪافي آهي. ڪجهه ڏينهن تائين سندن مهماني ڪرڻ بعد سيني سان گڏ دمشق روانو ٿيو جڏهن مولانا روم کي خبر پئي ته مريدن خادمن سميت سندس وڏي آجيان ڪيائين ۽ وڏي مان شانَ سان ڪيس وٺي آيو. ڪجهه ڏينهن بعد مولانا روميءَ، پنهنجي پاليل ڪيميا نالي ڇوڪريءَ سان شمس جي شادي ڪرائي پنهنجي جاءِ جي سامهون تنبو لڳائي. ان ۾ شمس تبريز کي رهايو مولانا جو فرزند علاؤ الدين، شمس جي تنبوءَ وٽان اڪثر گذرندو رهندو هو جنهن تان شمس ڪيس منع ڪئي. اِن ننڍڙيءَ ڳالهه کي حاسدن ڳالهوڙو بنائي ورتو ته شمس ڏاريو ٿي مالڪن کي گهر ۾ اچڻ نه ٿو ڏئي، جنهن ڳالهه کان تنگ ٿي شمس تبريز شهر ڇڏڻ جو فيصلو ڪيو ۽ اوچتو غائب ٿي ويو. مولانا روميءَ ڪيس خوب تلاش ڪرايو پر هٿ نه آيو بعد ۾ خبر پئي ته شمس تبريز کي چالبازيءَ سان اغوا ڪري، بيدرديءَ سان شهيد ڪيو ويو هو سندس شهادت جو واقعو 645هه/ 1247ع ڌاري رونما ٿيو ۽ ظالمن سندس لاش هڪ کوهه ۾ اڇلائي ڇڏيو اهو کوهه اڄ به قونيه ۾ موجود آهي. شمس تبريز جي شهادت تي روميءَ جي حالت خراب ٿي وئي، مٿس وجد طاري ٿي ويو ۽ پنهنجي روحاني استاد ۽ محسن جي وڇوڙي تي طويل درد ڀريا مرثيا پڙهائين، جن ۾ شمس تبريز جي مقام ۽ منزلت جو پتو پوي ٿو

مولانا روميءَ جي تصنيفن کي تصوف جي حوالي سان وڏي اهميت آهي. سندس شاعري 'مثنوي مولانا روم' جي نالي سان مشهور آهي، جنهن ۾ قصا، تمثيلون، نصيحت آميز شعر ۽ ضرب الامثال موجود آهن. مثنويءَ کي پهلوي زبان ۾ هَفت قرآن، سان ڀيٽيو ويو آهي:

مثنوي و معنوي و مولوي،
هست قرآن در زبان پهلوي.

مولانا جلال الدين روميءَ جي 672هه/1273ع ۾ طبيعت خراب ٿي پئي. وقت جا وڏا طبيب، اڪمل الدين ۽ غضنفر به سندس علاج نه ڪري سگهيا. 5 جمادي الثاني، آچر جي ڏينهن، 672 هه/ 17 ڊسمبر 1273ع ۾ مولانا رومي، الف خان بن هلاڪوءَ جي دور ۾ قونيه (روم) ۾ رحلت ڪئي. سندس جنازي سان هزارين مرد، عورتون، ٻار، جوان، پيرسن، امير، غريب، عالم، اڻپڙهيل، هر طبقي ۽ فرقي جا ماڻهو گڏ هئا ۽ زار و قطار روئي رهيا هئا. عيسائي ۽ يهودي به جنازي جي اڳيان انجيل ۽ توريت پڙهندا، ماتم ڪندا هليا. وقت جو بادشاهه به جنازي سان گڏ هو جنازو شام جو قبرستان پهتو شيخ صدر الدين جنازي نماز پڙهائڻ لاءِ ڪڙو ٿيو پر اوچتو ڪاروَن ڏئي بيهوش ٿي ويو نيٺ قاضي سراج الدين جنازي نماز پڙهائي. چاليهن ڏينهن تائين ماڻهو مولانا روميءَ جي مرقد تي زيارت لاءِ ايندا رهيا.



مولانا روميءَ جي مقبري جو ڏيک

مولانا روميءَ جي تصوف جو طريقو باطني هو جيڪو اڄ ڏينهن تائين قائم آهي. ابن بطوطه لکيو آهي ته اُن فرقي جا پوئلڳ ’جلاليه‘ چوائيندا آهن. مولانا جي لقب ’جلال الدين‘ جي ڪري سندس طريقي کي ’جلاليه‘ سان منسوب ڪيو ويو اڄڪلهه ايشيا ڪوچڪ، شام، مصر ۽ قسطنطنيه ۾ اِن فرقي کي ’مولويه‘ چوَن ٿا. مولانا روميءَ جي تصنيفن ۾ هيٺيان ڪتاب شامل آهن. (1) فيهِ مافيهِ (معين الدين پرواني کي لکيل خط)، (2) ديوان رومي (شمس تبريزيءَ جي عقيدت ۾ لکيل غزل)، ۽ (3) مثنوي (مثنوي مولانا روم، ست دفتر).

**جلال الدين سرخ بخاري:** مشهور صوفي بزرگ، جلال الدين سرخ بخاريءَ جي ولادت، بخارا (موجوده ازبڪستان) ۾ 5 ذوالحج 595هه/ 28 سيپٽمبر 1200ع تي ٿي. ابتدائي تعليم بخارا شهر ۾ ئي پنهنجي والد سيد ابوالمويد عليءَ جي نگرانيءَ ۾ حاصل ڪيائين. چاليهن سالن جي عمر ۾ برصغير ۾ آيو. ڪن تاريخن ۾ سندس هتي اچڻ جي تاريخ 630هه/ 1232ع لکي آهي. بخارا ۾ سيد قاسم جي ڌيءَ فاطمه سان شادي ڪيائين. هن کي ڪل 22 پٽ ٿيا. هن جي لقبن مان سرخ پوش، مير سرخ، شير شاهه، شريف الله، مخدوم اعظم، عظيم الله، ابوالبرڪات، ابو احمد، مير بزرگ وغيره مشهور آهن. سندس نسبي شجرو نائين پيڙهيءَ ۾ حضرت امام علي نقيءَ سان ملي ٿو مير سرخ بخاري بن سيد ابوالمويد علي بن سيد جعفر بن سيد محمد بن سيد محمود بن سيد احمد بن سيد عبدالله بن سيد علي اصغر بن سيد جعفر ثاني بن امام علي نقي. هيءُ بخاري خاندان جو برصغير ۾ جد امجد هو پهريائين ملتان آيو ۽ پوءِ بکر ويو جتي سيد بدرالدين بکريءَ جي نياڻي سان شادي ڪيائين. پوءِ نزاع سبب وري ملتان آيو چيو وڃي ٿو ته ملتان ۾ حضرت بهاؤالدين ذڪريا جي خانقاهه ۾ (سال 635 هه/ 1237ع ڌاري) رهائش اختيار ڪيائين. اتي ٽيهه سال مرشد جي خدمت ۾ رهي خلافت جو خرقو حاصل ڪيائين. بهاؤ الدين زڪريا جي وفات کان ڪجهه سال پوءِ مرشد زادي (شيخ صدرالدين عارف) جي اجازت سان اچ ويو. حضرت سرخ پوش جو انتقال اٽڪل 95 سالن جي عمر ۾ 19 جمادي الاول 690 هه/ 20 مئي 1291ع ۾ ٿيو سندس وفات جو هنڌ چناب رسول پور هو. کيس اچ شريف کان 6 ڪوهه پري دفنايو ويو. بعد ۾ درياهه جي ٻاڪ سبب کيس سيونڪ بيلا ۾ دفنايو ويو اتي به درياهه جي پاڻئ سبب کيس حضرت راجن قتال جي مزار جي پر ۾ دفنايو ويو پوءِ مخدوم حامد نو بهار اول (ڪن ثاني لکيو آهي) جي چوڻ تي سندس تدفين لاءِ هئي هنڌ جو انتخاب ٿيو پر ان تي ذري گهٽ جهڳڙو ٿي پيو پر پوءِ به چوٿون ڀيرو سندس خاڪ اتي دفنائي وئي، جتي هن وقت آهي. موجوده مزار 1261هه/ 1845ع ۾ نواب بهاول خان ثالث ٺهرائي، پوءِ وري 1300هه/ 1882ع ۾ نواب صادق محمد خان ان جي مرمت، وسعت ۽ خوبصورتيءَ جو اهتمام ڪيو.

بزرگ جلال سرخ بخاري بابت روايت آهي ته هن پٽن سميت 40 سالن جي عمر ۾ سنڌ آيو هو ۽ ڪن مورخن لکيو آهي ته سندس هئي پٽ واپس بخارا ويا، جتي سندن مزارون به آهن. ڪن مؤرخن لکيو آهي ته هي بزرگ چنگيز خان سان به مليو هو ۽ کيس اسلام جي دعوت ڏني هئائين. جنهن تي هو اول ڪاوڙيو ۽ کيس سزا ڏيائين، پر پوءِ کيس پنهنجي نياڻي ڏنائين. پوئين گهر (سيد قاسم حسين بخاري جي ڌيءَ فاطمه) مان کيس به پٽ سيد علي ۽ سيد جعفر پيدا ٿيا. هن بزرگ اچ ۾ 1244ع ۾ رهائش اختيار ڪئي پوءِ هن سيد بدرالدين جي نياڻي (زهرا) سان شادي ڪئي، جنهن مان کيس سيد محمد غوث فرزند ٿيو. زهرا جي وفات بعد سندس ٻي پيڻ فاطمه سان شادي ڪيائين، جنهن مان کيس سيد احمد ڪبير (مخدوم جهانيان جهان گشت جو والد) پيدا ٿيو انهيءَ دوران هي هڪ ڀيرو بخارا به ويو ۽ وري واپس آيو. هيءُ ’جلالي‘ سهروردي صوفي طريقي جو باني سمجهيو وڃي ٿو.

**جلال الدين سنڌي:** هن بزرگ بابت ’تذڪره مشاهير سنڌ‘ ۾ لکيل آهي ته قاضي جلال الدين سنڌي، اڪبر بادشاهه جي دور ۾ قاضي القضاة جي عهدي تي فائز هو هيءُ حديث جي علم جو وڏو عالم هو ان کانسواءِ منطق ۽ عقليات ۾ به کيس وڏي دسترس حاصل هئي. هيءُ بزرگ ديانتداري ۽ ايمانداريءَ جي اوصاف سبب گهڻو مشهور هو.

**جلال الدين، سيوطي:** جلال الدين سيوطي وقت جو وڏو ديني بزرگ، مصنف ۽ استاد ٿي گذريو آهي. سندس نالو ابوالفضل عبدالرحمان بن ابوبڪر جلال الدين السيوطي هو سندس ولادت 1445ع ۾ ٿي. جلال الدين سيوطيءَ جون تحريرون ۽ تصنيفون خاص ڪري اسلامي موضوعن تي آهن. جلال الدين هڪ قاضيءَ جو پٽ هو جنهن کيس هڪ صوفي دوست کان تعليم ڏياري، جلال الدين سيوطيءَ نوجوانيءَ ۾ ئي معلم بڻجي، تعليم ۽

تدريس جو پيشو اختيار ڪيو. 1486ع ۾ جلال الدين سيوطيءَ کي قاهره ۾ بيبارس مسجد ۾ خطيب مقرر ڪيو ويو. آخر تائين خاموشيءَ سان تصنيف ۽ تاليف جو ڪم ڪندو رهيو. جن مان ڪجهه ننڍا ڪتابچا ۽ باقي انسائيڪلوپيڊيائي تحريرون آهن. هن جي مشهور ڪتابن ۾ 'تاريخ الخلفا'، 'تفسير الجلالين'، 'اتفاق في العلوم القرآن' تمام گهڻا مشهور آهن. ان ڪانسواءِ سندس ڪتاب 'المظهر في العلوم في اللغة والا نواعية'، هڪ لساني انسائيڪلوپيڊيا آهي. جنهن ۾ عربي ادب جي تاريخ، علم، معاني، علم بيان، علم الاصوات ۽ مارفالاجي جهڙا موضوع شامل آهن.

علامه جلال الدين سيوطيءَ 1505ع ۾ وفات ڪئي.

**جلال الدين شاهه**: هيءَ موري تعلقي جو مشهور استاد ۽ حڪيم ٿي گذريو آهي. سندس والد جو نالو امام علي شاهه هو. جيڪو وقت جي صوفي شاعر سعيد علي شاهه 'خادم' جو سئوٽ هو. سعيد علي شاهه خادم جو فرزند راشد مورائي سنڌ جو نامور شاعر آهي. سيد جلال الدين شاهه ڳوٺ جوٽالي، تعلقي موري ۾ جنم ورتو. پرائمري تعليم چنيجن مان حاصل ڪيائين ۽ مئٽرڪ مدرسي هاءِ اسڪول نوشهري فيروز مان پاس ڪيائين. سندس استاد طور پهرين مقرري هاءِ اسڪول ميرپورخاص ۾ ٿي، جتي 9 سالن تائين محنت سان پڙهاياءين ۽ وڏو نالو ڪڍيائين. ان کان پوءِ گورنمينٽ هاءِ اسڪول نوشهري فيروز ۾ استاد مقرر ٿيو. تعلقي ڪنڊياري جو سپروائيزر تعليم مقرر ٿيو ورهاڱي کان پوءِ هاءِ اسڪول ڪنڊياري جو هيڊماستر ٿيو. ان بعد ڊسٽرڪٽ ايجوڪيشن آفيسر سکر ٿيو. ڪجهه عرصي کان پوءِ ٽريننگ ڪاليج سکر جو پرنسپال. جيڪب آباد جو ڊسٽرڪٽ ايجوڪيشن آفيسر، ٽريننگ ڪاليج مٺياڻيءَ جو 7 سالن تائين پرنسپال رهيو. سانگهڙ جو ڊسٽرڪٽ ايجوڪيشن آفيسر ۽ ان ڪانپوءِ ٽريننگ ڪاليج سڪرنڊ جو پرنسپال ٿيو ۽ هن اداري سڄيءَ سنڌ ۾ استادن جي ٽريننگ جو بهتر مرڪز بڻائڻ ۾ سيد جلال الدين شاهه جو هٿ آهي، هن ئي اداري مان 1960ع ۾ رٽائر ڪيائين. سيد جلال الدين شاهه پنهنجي دور جو بهترين استاد ۽ منتظم هو. رٽائر ٿيڻ کان پوءِ حڪمت جو ڌنڌو اختيار ڪيائين ۽ حڪيم جلال الدين شاهه جي نالي سان مشهور ٿيو. ڪجهه عرصو نوشهري فيروز ۾ دواخانو هلايائين. ان بعد نوابشاهه ۾ اچي مستقل رهائش پذير ٿيو. جتي سندس حڪمت جي ڌنڌي وڏي ترقي ڪئي ۽ پنهنجي وقت جو بهترين يوناني حڪيم ليکجڻ لڳو. هن اولاد کي اعليٰ تعليم ڏياري، سندس هڪ فرزند ڊاڪٽر علي ارشد شاهه ضلعي نوشهري فيروز جو ميڊيڪل آفيسر آهي. ٻيو فرزند سيد جمال مصطفيٰ شاهه راولپنڊيءَ ۾ روينيو آفيسر آهي. سندس هڪ نياڻي ڪلثوم شاهه سنڌيءَ ۾ پي. ايچ. ڊي ڪئي آهي. سندس پي. ايڇ. ڊي جو مقالو 'شاهه لطيف جي شاعريءَ ۾ استعارن ۽ تشبيهن جو استعمال' جي عنوان سان لکيل آهي، جيڪو شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر ڪراچي يونيورسٽيءَ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

سيد جلال الدين شاهه اولاد ۾ به پنهنجون خصلتون وديعت ڪيون آهن، منجهن علم ادب لاءِ چاهه ۽ انتظامي صلاحيتون موجود آهن.

**جلال الدين فيروز شاهه** (1290-1296ع): خلجي گهراڻي جو باني، جلال الدين فيروز شاهه، ستر سالن جي وڏيءَ ڄمار ۾ دهليءَ جي پرسان ڪلوکريءَ نالي هڪ مقام وٽ تخت تي ويٺو خلجي اصل ۾ ترڪي نسل جي هڪ قبيلي جا ماڻهو هئا. افغانستان ۾ گهڻي عرصي تائين رهڻ ڪري افغاني رسم، رواج ۽ عادتون سکيا ۽ ڪجهه زماني گذرڻ کان پوءِ انهيءَ قوم منجهان ئي شمار ٿيڻ لڳا.

جلال الدين فيروز شاهه هڪ نهٺو ۽ سباجهو حڪمران هو هن ظاهر ظهور ڏوهن لاءِ به رتوڇاڻ ڪرڻ کان پاڻ بچايو پر سندس نرميءَ ۽ رحمدليءَ جي پناهه ۾ غداريءَ پرورش پاتي ۽ شهنشاهيت اندر بغاوت جا جذبا اپرڻ لڳا. جڏهن بلبن جي ڀائٽيي ملڪ ڇجوءَ پنهنجي اباڻي تخت و تاج کي واپس هٿ ڪرڻ لاءِ بغاوت ڪئي ۽ ڪيس شڪست ڏيئي گرفتار ڪري، جلال الدين اڳيان آندو ويو. تڏهن هن سندس گناهه معاف ڪري ڇڏيو. هڪ ڀيري هڪ هزار کان به وڌيڪ ٺڳن کي گرفتار ڪيو ويو. جن جو خاص ڌنڌو رڳو ماڻهن کي ڦرڻ ۽ قتل ڪرڻ هو. انهن ڦورن کي ڪا به سزا ڪا نه ڏني ويئي، ڪين رڳو ٻيڙين ۾ ويهاري بنگال پهچايو ويو. جتي سندن بند آجا ڪري آزاد ڇڏي ڏنو ويو. سلطان 1291ع ۾ رڻٿمپور تي چڙهائي ڪئي، پر شهر جو قلعو ايترو ته مضبوط هو جو سمجهيائين ته انتهائي خونريزيءَ کان سواءِ ان تي قبضو ڪرڻ ناممڪن هو اهو ويچار ڪندي پنهنجي ارادي کي ترڪ ڪيائين ۽ دهليءَ موٽي ويو. 1292ع ۾ منگولن جو هڪ ڪٽڪ جنهن جو تعداد هڪ لک کان ڏيڍ لک تائين هو، پنجاب تي چڙهي آيو سندن لشڪر کي سلطان جلال الدين سخت شڪست ڏني. جنهنڪري اهي سندس سڀني شرطن کي مڃڻ لاءِ تيار ٿيا. ڪين بنا ڪنهن ڪا تڪليف پهچائڻ جي واپس وڃڻ جي اجازت ڏني ويئي. چنگيز جي خاندان مان هڪ سردار الغي خان ۽ ڪن ٻين سردارن پنهنجي پنهنجي فوجي دستي سميت اسلام قبول ڪيو ۽ اهي سلطان جي ملازمت ۾ داخل ٿيا. سلطان پوءِ الغي خان کي پنهنجيءَ ڌيءَ جو سڱ ڏنو جيڪي بعد ۾ دهليءَ لڳ آباد ٿي ويا ۽ ڪين سندن ٻين پيشروئن وانگر نوان مسلمان ڪري سڏيو ويندو هو.

**جلال الدين مخدوم جهانيان جهان گشت**: مخدوم جهانيان سيد جلال الدين بخاريءَ جو شمار جليل القدر عارفن ۾ ٿئي ٿو هيءُ علم ۽ حلم ۾بي مثال هو. سيرالعارفين جو مصنف لکي ٿو ته: "جلال الدين مخدوم جهانيان جو ڏاڏو سيد جلال الدين سرخ پوش، جنهن جو نسب مير سيد جعفر مرتضيٰ ابن حضرت امام علي نقي عليہ السلام سان وڃي ملي ٿو. سو بخارا شهر مان ملتان ۾ آيو ۽ شيخ السّلام حضرت بهاءُ الدين زڪريا ملتانيءَ جي بيعت ڪري خلافت حاصل ڪئي. ان کان پوءِ اتان لڏي اچي اُچ ۾ مقيم ٿيو. ڪيس ٽي فرزند هئا. (1) سيد احمد ڪبير (2) سيد بهاءُ الدين ۽ (3) سيد محمد. سيد احمد ڪبير کي ٻه پٽ ڄاوا (1) مخدوم جهانيان سيد جلال الدين حسين ۽ (2) سيد صدر الدين عرف شيخ راجو قتال.

سيد جلال الدين مخدوم جهانيان، پهرين شيخ رڪن الدين ابوالفتح (بهاءُ الدين زڪريا جي پوٽي) کان تربيت حاصل ڪئي. جتي محمد تغلق کيس سنڌ ملڪ جي شيخ الاسلامي ۽ سيوهڻ جي چاليهن ڳوٺن جي جاگير

جو پروانو لکي ڏنو.“ ’سير العارفين‘ جي مصنف وڌيڪ لکيو آهي ته ”هڪ دفعي عيد جي رات هيءُ بزرگ شيخ بهاءُ الدين زڪريا جي مقبري ۾ عبادت ۾ مشغول هو ۽ ڪشف ذريعي شيخ بهاءُ الدين کان عيد جي خرچي طلب ڪيائين. مقبري جي اندران آواز آيو ته حق تعاليٰ توکي ’مخدوم جهانيان‘ جو خطاب عطا ڪيو آهي ۽ اها ئي تنهنجي عيد جي خرچي آهي. جڏهن صبح ٿيو ته جيڪو به شخص ساڻس پئي مليو، تنهن ڪيس ’مخدوم جهانيان‘ جي خطاب سان پئي سڏيو.“

’سير العارفين‘ ۾ ئي آهي ته: ”جڏهن سلطان فيروز شاهه جي دور ۾ مخدوم جهانيان دهليءَ پهتو ته بادشاهه هن جو تمام گهڻو معتقد ٿي ويو ۽ مخدوم جهانيان وٽ اڪثر ايندو ويندو هو. اتفاقاً بادشاهه جي وزير خان جهان هڪ اهلڪار جي پٽ کي قيد ڪري رکيو هو ۽ ان تي گهڻي سختي ڪندو هو. ان اهلڪار مخدوم صاحب وٽ حاضر ٿي سفارش جي درخواست ڪئي. مخدوم جهانيان هڪدم وزير جي گهر پهتو، پر ان بدبخت وزير اندران ئي چورائي موڪليو ته آءٌ هرگز تنهنجي سفارش قبول نه ڪندس ۽ توهان جي شڪل به نه ڏسندس. آئنده هرگز منهنجي گهر اچڻ جي تڪليف نه ڪجو.

مخدوم صاحب لڳاتار ست دفعا هن جي گهر ويو، پر هر دفعي هن انڪار ڪيو. جڏهن اٺون دفعو مخدوم جهانيان هن جي گهر پهتو ته هن چورائي موڪليو ته اي سيد! تو کي شرم نٿو اچي، آءٌ تو کي هيترا دفعا جواب ڏئي چڪو آهيان، پوءِ به تون منهنجي در تي بيٺو آهين“ ان تي مخدوم جهانيان جواب ڏنو ته هر دفعي اچڻ تي مون کي ثواب حاصل ٿئي ٿو ۽ منهنجي خواهش آهي ته هن مظلوم کي ڇڏايان ته جيئن تو کي به ثواب ملي. جهان خان سندن اخلاق ۽ حلم ڏسي ايترو ته متاثر ٿيو، جو پيرين ۽ متي اگهاڙو اچي مخدوم جهانيان جي پيرن تي ڪريو ۽ بيعت ڪيائين ۽ مظلوم ڇوڪري کي انعام ڏئي آزاد ڪري ڇڏيائين.“

مخدوم جهانيان سيد جلال الدين وڏي پايي جو عالم، فاضل، ولي، صاحب شريعت، طريقت ۽ اهل الله هو. ننڍي ڪنڊ جي گهڻن ئي الله وارن بزرگن هن کان فيض حاصل ڪيو. مخدوم جهانيان جي ولادت شب برات يعني 15 شعبان المعظم 707 هه/ 19 فيبروري 1307ع تي ٿي ۽ سندس وصال 10 ذوالحج المڪرم (عيدالاضحيٰ) 785هه/ 3 فيبروري 1384ع ۾ ٿيو. مخدوم جهانيان جي مزار اُچ شريف ۾ آهي. ولادت جي تاريخ ڪنهن هنڌ 14 شعبان 709 هه/ 19 جنوري 1308 ع لکيل آهي. هن تمام ملڪ اندر ۽ ملڪ کان ٻاهر سفر ڪيو. ڪيترن ئي مشائخن ۽ عالمن سان مليو. روحاني ارتقا لاءِ هي ٽن ضابطن يعني: شريعت، طريقت ۽ حقيقت جو تعين ڪندو هو ۽ ايمان جا به ٽي درجه ٻڌائيندو هو: (1) ايمان تقليدي، (2) ايمان استدلالي، ۽ (3) ايمان مشاهداتي. سڀ کان پست ايمان تقليدي کي سمجهندو هو.

**جلالاڻي**[1]: هيءَ ذات بلوچ قبيلي سان تعلق رکي ٿي. هن ذات جا ماڻهو سنڌ جي هر حصي ۾ آباد آهن. هيءَ ذات رندن، بوزدارن، جسڪاڻين، مهيرين، جتن، لاشارين، لغارين ۽ گبولن جو هڪ پاڙو آهي.

**جلالاڻي**[2]: تعلقي ميرواهه جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پير بخش جلالاڻي، نواب خاصخيلي ۽ جيئند خاصخيلي.

**جلالاڻي**[3]: تعلقي ٺٽ‌ي محمد خان جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ستار ڏنو سهتو، علي خان جلالاڻي ۽ راهو هاليپوٽو.

**جلالاڻي، ارشاد علي فقير، صوفي**: صوفي فقير ارشاد علي جلالاڻي، 1927ع ۾ ڳوٺ جلالاڻي، تعلقي ڪوٽڏيجي، ضلعي خيرپور ۾ ڄائو. ڪيس ننڍپڻ کان ئي ويراڳ سان دل هوندي هئي. راتيون جون راتيون فقيرن سان گڏ ويراڳ ۾ گذاريندو هو. سندس طبيعت سادي هئي. پاڻ چڱو شاعر هو. سندس درگاهه تي سندس قلمي نسخو موجود آهي. 1987ع ۾ وفات ڪيائين. سندس ڪلام جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

هوش ڪر رهه هوش ۾، هوش سان هوشيار ٿي،
پنهنجو ڏس تون پاڻ ۾ دل اندر ديدار ٿي،
پاڻ ۾ ڏس ڪير آهي، ڪير ٿو ٻولي اندر،
دل جي ڏس کولي دري، هر جا حق جو يار ٿي.

**جلالاڻي، نصير محمد فقير صوفي**: صوفي نصير فقير جلالاڻي 1258هه/ 1842ع ڌاري پيدا ٿيو. هڪ روايت آهي ته هڪڙي پيري صوفي صادق شاهه تجل شريف ويندي واٽ تي جلالاڻين ۾ اچي ٻيهر ڪيو. پاڻ اتي فرمايائين ته ”اسان کي هتي گدري جي خوشبو اچي ٿي، هتي هڪڙو ڪامل مرد خدا پيدا ٿيندو جيڪو ولي الله هوندو“. ڪجهه وقت کان پوءِ صوفي نصير محمد جي ولادت ٿي. هيءُ ننڍپڻ کان وٺي فقيري طبيعت جو مالڪ هو. بعد ۾ جهوڪ شريف جي مشهور صوفي عبدالستار اول جو طالب ٿيو. هن 118 ورهين جي ڄمار ۾ 27 جمادي



الثاني 1380هه/ 17 ڊسمبر 1960ع تي وفات ڪئي. صوفي نصير فقير جلالاڻي بابت مشهور تذڪري نگار پير علي محمد راشديءَ پنهنجي مشهور تصنيف ’اهي ڏينهن، اهي شينهن‘ ۾ لکيو آهي ته: ”چهرو مبارڪ ڏسندي ئي ائين محسوس ٿيندو هو گويا اهڙو چهرو نور جي ڪنهن بنيادي مرڪز جو آئينه دار آهي. ورنه خاڪي انسان جي چهري ۾ اها تجلي اچي ڪا نه ٿي سگهي“.

صوفي نصير محمد فقير جا عيني قول مشهور آهن. جن مان ڪجهه هيٺ ڏجن ٿا:

1- فقير اهو آهي، جنهن کي ڏٺي رب ياد پوي.
2- فقير وٽ وڃڻ راحت ۽ دنيادار ماڻهوءَ وٽ وڃڻ ذلت آهي.
3- جنهن دل کي دوست ياد آهي، سا دل آباد آهي.
4- درد دل جو سينگار آهي.

**جلال پور**: تعلقي ٺل جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

محمد ايوب کيهر، محمد ايوب پناڻ، صابر خان پناڻ ۽ وسند کيهر.

**جلال جاني:** جلال الدين ولد الهوسايي بجير جو ادبي نالو جلال جاني آهي. جلال الدين، عمرڪوٽ ۾ 1964ع ڌاري جنم ورتو. تعليم ايم. اي، ايم ايڊ، ايل. ايل. بي تائين حاصل ڪيائين. پيشي جي لحاظ کان استاد رهيو آهي. سندس ڇپيل ڪتابن ۾: 'ڏيهي ڏور ٿيا'، 'السنڌ' ۽ 'ڪينجهر' آهن. سندس غزل ۽ گيت 'نئين زندگي' ۽ 'چاهت' مئگزين ۾ ڇپجي چڪا آهن.



**جلال جکرو:** تعلقي ڳڙهي ياسين جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ سالار جکرو ۽ جتوئي ڳوٺ شامل آهن.

**جلالجي:** تعلقي فيض گنج جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جلالجي، بهجيد فقير، سکر خان شر ۽ خانڻ جي پٽ.

**جلال چانڊيو:** جلال خان ولد حاجي فيض محمد چانڊيو 1948ع ڌاري ضلعي نوشهري فيروز جي شهر ڀرسان ڳوٺ هڙپال جي هٽ ۾ ڄائو. پاڻ مشهور عوامي راڳي هو. جلال چانڊيو نصابي تعليم حاصل نه ڪري سگهيو. سندس مائٽ مالوند ماڻهو هئا، جنهن ڪري هن ننڍي هوندي مال چاريو. شروع کان ئي کيس ڳائڻ جو شوق هو ۽ مال چاريندي پنهنجي منهن پيو جهونگاريندو هو. جڏهن ٿورو وڏو ٿيو ته مائٽن کيس نوان جتوئي ۾ درزڪو ڪم سکڻ لاءِ ڇڏيو. جنهن کان پوءِ کيس اوچتو عشق جي چوٽ لڳي ويئي ۽ هن درزڪو ڌنڌو ڇڏي ڳائڻ شروع ڪيو.



راڳ جي باقاعدي سکيا ميرپور ماٿيلي جي مشهور راڳي فقير علي گل مهر کان ورتائين. پهريان پاڻ پنهنجي استاد سان گڏجي ڳائيندو هو ۽ پوءِ استاد جي اجازت سان 1973ع کان هن جدا ڳائڻ شروع ڪيو. يڪتاري ۽ چپڙيءَ تي هن جي ڳائڻ واري نرالي انداز ٻڌندڙن کي تمام گهڻو متاثر ڪيو. ان وقت سنڌ جي ڳوٺن ۾ اردو ۽ پنجابي ڳائيندڙن کي تمام گهڻي مقبوليت هئي. جلال جي انوکي انداز انهن غير سنڌي فنڪارن جي سنڌ مان پچاٽي ڪري ڇڏي. جنهن کان پوءِ مٿس شهرت، عزت ۽ دولت جي ديوي مهربان ٿي ۽ کيس سنڌ جي جهرجهنگ ۾ تمام گهڻي مقبوليت ملي ۽ کيس سنڌي موسيقي جو بي تاج بادشاهه سڏيو ويو. هن سنڌي موسيقيءَ ۾ انوکا رڪارڊ قائم ڪيا. جلال چانڊيو سنڌ جو اهو واحد سنڌي فنڪار آهي، جنهن جون ڳايل سنڌي ڪيسيٽون اهي ماڻهو به ٻڌن ٿا، جيڪي سنڌي ٻولي پوري طرح سمجهن ئي ڪو نه ٿا، پاڪستان جي چئني صوبن ڪانسواءِ دنيا جي ٻين ملڪن ۾ جتي جتي سنڌي رهن ٿا اتي کيس ٻڌو وڃي ٿو.

ويهين صديءَ ۾ ڪنور ڀڳت، ماسٽر چندر ۽ جيوڻي ٻائي کان پوءِ جلال چانڊيو سنڌ ۾ اهڙو عوامي فنڪار پيدا ٿيو جنهن ٻهراڙيءَ توڙي شهرن ۾ سنڌي راڳ کي اوج ڏياريو. پاڻ سنڌ جو پهريون فنڪار آهي، جنهن جي زندگيءَ ۾ ئي سندس حياتي تي فلم "جلال چانڊيو" ٺهي. ان فلم ۾ هن پنهنجو ڪردار پاڻ ادا ڪيو ۽ انهيءَ فلم لاءِ کيس اوارڊ به مليو.

اڄ جا ڪيترائي فنڪار پنهنجا اصل نالا مٽائي سندس نالي پٺيان پاڻ کي ننڍو جلال، آخري جلال، گرم جلال، سهڻو جلال وغيره سڏرائي سندس آواز جو نقل ڪري، سندس ڳايل ڪافيون ڪلام ڳائي پيٽ گذر ڪري رهيا آهن. جلال چانڊيو واحد سنڌي فنڪار آهي، جنهن 10 هزار کان وڌيڪ ڪلام ڳايا. هن جي هر ڪيسيٽ هٿوهٿ کپي ويندي هئي. کيس جيڪڏهن ڪو شادي وغيره جي تقريب ۾ راڳ ڳائڻ لاءِ گهرائيندو هو ته ان لاءِ شادي جي تاريخ اڳواٽ جلال کان مقرر ڪرائڻي پوندي هئي. جڏهن شادي مراديءَ جي تقريب ۾ ڳائڻ لاءِ پهچندو هو ته جلال جو ٻڌي ٻيٽا ٽيٽا غير دعوتي ماڻهو اچي نڪرندا هئا ۽ ميزبان لاءِ ماني کارائڻ به ڏکيو ٿي پوندو هو. جلال چانڊيي جو حافظو به تمام سٺو هو. اڻ پڙهيل هوندي به کيس نون پراڻن سوين شاعرن جا هزارين ڪلام، ڪافيون، گيت، غزل، وايون، بيت، ڏوهيڙا وغيره ياد رهندا هئس.

اڄ جا اڪثر راڳي ڳائڻ مهل پنهنجي سامهون شاعريءَ جو ڪو ڪتاب يا ڪاپي کولي ويهندا آهن. پر جلال جڏهن ڳائيندو هو ته دل جو دفتر کولي ويهندو هو. ڪلام ۽ ڏوهيڙا چوندو ويندو هو. سندس ڳائڻ ۽ يڪتاري چپڙي وڄائڻ جو انداز پڻ من موهيندڙ هوندو هو. سندس آواز لچڪدار ۽ وڻندڙ هو. سندس آواز جو اهو جادو آخر تائين قائم رهيو.

قداور جسم، بت ۾ ڀريل ويڪري ۽ سهڻي چهري تي ڪارا ڀنڀور ۽ وڏا شهپر. مٿي تي هيرن سان جڙيل سنڌي ٽوپي، ڳچيءَ ۾ وڏي پٽلي سان سوني زنجير، ٻانهن ۾ گهڙي پاتل، سنڌي پوشاڪ ۾ ملبوس جلال چانڊيو جڏهن هڪ هٿ ۾ سنڌ جو قديم ساز يڪتارو ۽ ٻئي هٿ ۾ چپڙيون کڻي اسٽيج تي پنهنجي مخصوص انداز ۾ ڳائڻ شروع ڪندو هو ته ماڻهو جهومي پوندا هئا. هو نيٺ سنڌي موسيقيءَ جو راڳي هو. جلال چانڊيي جي پيرن فقيرن سان به وڏي عقيدتمندي هئي. شاهپور جهانيان جي مهدي شاهه کي پنهنجو مرشد ڪيائين. ان ڪانسواءِ پنهنجي ڳوٺ جي ويجهو درگاهه نور شاهه سميت شاهه لطيف، قلندر شهباز، سچل سرمست، ڄام ڏاتار ۽ ٻين بزرگن جي درگاهن تي حاضر ٿي وڏي چاهه سان ڳائيندو هو. پاڻ نهايت يار ويس، مهمان نواز، خوش مزاج جوان هو. ڀلا گهوڙا ۽ مينهون ڌارڻ سندس مشغلو هو.

سندس فني خدمتن عيوض کيس ڪيترائي انعام اعزاز پڻ مليا. جن ۾ سنڌ سرڪار پاران 1999ع ۾ کيس مليل 'لطيف اوارڊ' به شامل آهي. عوام طرفان به سندس ڪافي قدرداني ٿي هئي. لاڙڪاڻي جي گوپانگ برادريءَ پاران کيس سونو تاج پارايو ويو. ڪيترائي ڀيرا دبئي، مسقط ۽ هانگ ڪانگ ۾ رهندڙ سنڌي ماڻهن خاص طرح سان اتي گهرائي، ساڻس محفلون مچائي کيس وڏن انعامن اڪرامن سان نوازيو.

گرڙدن جي بيماريءَ سبب 2001ع ۾ وفات ڪيائين. سندس جنازي تي چار هزار اجرڪ پيا.

**جلال حجام سنڌي، شيخ:** 'طبقات اڪبري' ۾ اڪبر بادشاهه جي زماني جي درويشن ۾ شيخ جلال حجام سنڌيءَ جو نالو ملي ٿو. کيس فقيهه مجذوب سنڌيءَ جي نالي سان ياد ڪيو ويو آهي ۽ ان کان وڌيڪ ڪا معلومات

ڏنل نہ آهي. طبقات اڪبريءَ ۾ درويشن جي ذڪر جي اختتام تي هيءَ لکيل آهي تہ: "مون انهن ٽئي فقيهن ۽ محدثن جا نالا لکيا آهن، جن سان منهنجي ملاقات ٿيل آهي". انهيءَ مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ شيخ جلال حجام سان بہ اڪبر بادشاهہ جي ملاقات ٿي.

**جلال خان/ صحبت خان جو مقبرو:** هيءَ مقبرو ميان نورمحمد جي قبرستان، ڳوٺ ۽ ديهہ ميان نورمحمد، تعلقي دولتپور ضلعي نواب شاهہ ۾ آهي. هن جي ڏکڻ ۾ اٽڪل هڪ ڪلوميٽر پنڌ تي نمر جو ڳوٺ، هن جي اوڀر ۾ هڪ ڪلوميٽر پنڌ تي لنڊڪي ڪئنال آهي. مقيم ڏاهريءَ جو ڳوٺ اٽڪل ڪلوميٽر اولهہ ۾ جڏهن تہ مورو شهر هتان 16 ڪلوميٽر پري آهي. هيءَ ماڳ اترويڪرائي ڦاڪ "50 '32 °26 ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ "8 '4 °68 ڊگرين تي موجود آهي. هيءَ چوڪنڊو مقبرو 9.40x9.40 ميٽر ڊيگهہ ويڪر ۽ 12 ميٽر اوچائيءَ ۾ ٺهيل آهي. اڏاوت ۾ پڪيون سرون، گارو گل ۽ چن استعمال ٿيل آهي. مقبري جو لنگهہ اوڀرندي طرف نوڪدار گهڻ راسي ونگ سان سينگاريل



جلال خان صحبت جو مقبرو

آهي. مهاڙي گهڻ- راسين ونگن ۽ پانيلن سان ٺاهي وئي آهي. چارئي پاسا هڪ جهڙي نموني اڏيل آهن. وڏي اٺڪنڊي ڳچ مٿان گول گنبذ ٺهيل آهي. ان جي مٿان فانوس وانگر ٽلهي ڪلس ٺهيل هئي. جيڪا هينئر پري پئي آهي. گنبذ جو ٻاهريون حصو لنبيل آهي. هيءَ گنبذ ڌهليءَ واري مقبري دادي پولي جي گنبذ سان گهڻو ملي ٿو. چوڪنڊو مقبرو اندر وڏن ونگاون پانيلن سان ٺهيل آهي، جن تي خوبصورت راسيون ٺهيل آهن ۽ محراب وانگر اڌ گول ڪمانن سان جارا ٺهيل آهن. اندر ٽي قبرون آهن. مقبرو سٺي حالت ۾ آهي جيڪو قديم آثارن واري کاتي جي سنڀال هيٺ آهي.

**جلال سڌ:** تعلقي ڪشمور جي هڪ ديهہ جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: يوسف ماڇي، سڌ ۽ الاهي بخش پنگواڙ.

**جلال، سيد:** سيد جلال ثاني، سيد علي ثانيءَ جو فرزند هو. جيڪو پيءَ جي وفات بعد جانشين ۽ شيخ الاسلام مقرر ٿيو. سيد جلال ثاني پنهنجي پيءَ سيد علي ثاني وانگر اهل دل ۽ هدايت وارو صاحب هو. سياست ۽ ناموريءَ جي لحاظ کان عوام الناس ۾ تمام گهڻو مقبول ۽ بلند مقام تي هو. ڪيترائي سياسي مسئلا پنهنجي دانائيءَ سان حل ڪيائين. جڏهن مرزا باقي پنهنجي ڪرتوتن سبب ڊنو تہ شايد اڪبر بادشاهہ سنڌ تي حملو ڪندو تڏهن ان شاهي دربار ۾ سيد جلال کي سفير ڪري، هندستان ڏانهن موڪليو ۽ پنهنجي هڪ نياڻيءَ کي حرم شاهي ۾ پڻ موڪليائين. اڪبر بادشاهہ هن ظالم حاڪم جي تحفي کي رد ڪيو. پر سيد جلال ثاني جي سفارش تي اڪبر سنڌ تي حملي جو ارادو پڻ رد ڪيو. سيد جلال اڪبر کي اهو وقت ياد ڏيارو تہ ٻهريون ڪپڙو جيڪو توهان کي پيدا ٿيڻ کان پوءِ پهرايو ويو هو، سو منهنجي (جلال ثاني) پيءُ سيد علي ثاني جي ٻهراڻ جو ٽڪر ساڳيءَ طرح مرزا جاني بيگ جي عهد ۾ امير صادق خان، اڪبر بادشاهہ جي حڪم تي سنڌ ۾ ٺٽي کي فتح ڪرڻ جو عزم ڪيو ۽ هن بکر مان لنگهي سيوستان تي حملو ڪيو ۽ سيوستان (سيوهڻ) جي فتح جي خوشخبري اڪبر بادشاهہ جي دربار ۾ موڪليائين. اهو ٻڌي سيد جلال، مرزا جاني طرفان اڪبر جي دربار ۾ پهتو ۽ سيد جلال جي ڪوشش سان ئي اڪبر بادشاهہ بيهر صادق خان کي واپس اچڻ لاءِ فرمان جاري ڪيو ۽ امير صادق خان 994هہ/1586ع ۾ سنڌ مان واپس وريو ۽ سنڌ وقتي طور مرزا جاني جي قبضي ۾ رهي. مير معصوم بکريءَ پنهنجي ڪتاب 'تاريخي معصومي' ۾ پڻ هن جي تعريف ڪئي آهي. سيد جلال ثانيءَ کي هندستان وڃڻ کان اڳ (994هہ/ 1586ع) مرزا جاني، مرزا صالح اول جي نياڻي نڪاح ۾ ڏني.

**جلال شاهہ:** سيد علي شير شاهہ جاموٽ جي فرزند ۽ جراڙ پوٺہ ساداتن جو موجوده پڳدار حاجي جلال شاهہ هڪ سماج دوست سياستدان طور علائقي ۾ مشهور آهي. پاڻ 1979ع ۾ لوڪل باڊين جي اليڪشن ۾ ڪائونسلر طور حصو ورتائين. 1987ع ۾ ٽائون ڪميٽي مٽياريءَ جو چيئرمئن چونڊيو ويو 1996ع واري اليڪشن ۾ پيپلز پارٽي (شهيد ڀٽو) گروپ پاران صوبائي سيٽ لاءِ اميدوار بيٺو 24 جولاءِ 1998ع تي جڏهن شهرين پاران سنڌ دشمن ڪالا باغ ڊيم واري منصوبي جي خاتمي لاءِ مٽياري ايڪشن ڪميٽيءَ جو بنياد رکيو ويو تہ ڪيس ان جو چيئرمئن چونڊيو ويو شهر جي ترقي ۽ عوام جي فلاح ۽ بهبود جي سلسلي ۾ سندس ڪيل خدمتون اهميت جي لائق آهن. آڪٽوبر 2002ع ۾ فنڪشنل مسلم ليگ جي ٽڪيٽ تي صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو.

**جلال فقير ٽالپر:** صوفي شاعر جلال فقير، 1220هہ/1805ع ڌاري پنهنجي اباڻي ڳوٺ ٽالپر وڏا، تعلقي ڪوٽڏيجي، ضلعي خيرپورميرس ۾ جنم ورتو هن پنهنجي ڳوٺ جي مدرسي مان عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم حاصل ڪئي. سندس مائٽ زميندار ۽ خوشحال ماڻهو هئا، پر هن جي دل انهن ڳالهين سان گهٽ لڳندي هئي. ننڍي هوندي کان ئي سندس طبيعت فقيري واري هوندي هئي. هن شاعريءَ جي شروعات ننڍي هوندي کان ئي ڪئي. هيءَ ڪنڊڙيءَ وارن فقيرن مان "دريا خان" فقير جو صحبتي ۽ معتقد هو پوءِ هن تجل شريف جهوڪ شريف ۽ راجپوتانا جا پنڌ ڪيا. چيو وڃي ٿو تہ جتي بہ ويو اتي ڪا نہ ڪا ڪرامت ڏيکاريندو رهيو. جلال فقير ٽالپر اڳتي هلي وڏي درجي تي پهتو، ايتري قدر جو سندس ڪيترائي ماڻهو مريد ٿي پيا. محترم نياز همايونيءَ موجب ڪنڊڙيءَ وارن درويشن جا ٿر ۽ راجپوتانا ۾ ماڙيچا هندو توڙي مسلمان مريد هئا. اهڙيءَ طرح جلال فقير جا پڻ انهيءَ پاسي گهڻا عقيدتمند ٿي پيا. جوڌپور ۽ جيسلمير جي راجائن جا پروانا پڻ سندس مهرن سان چمڙيءَ جي ٽڪرن تي چنبڙايل ڪاغذن ۽ گرمڪي،

شاستري اکرن ۾ فقير صاحب جي پوين وٽ اڃا تائين موجود آهن. ڪن جي چوڻ موجب صوفي جلال فقير ٽالپر ٽر جي ويران پٽن تي ڪيترائي ڏينهن مراقبي ۾ ويٺو هوندو هو. ساڻس ماني ۽ پاڻي وغيره به بلڪل نه هوندا هئا. وٽس فقط ڪارڪون هونديون هيون، جن مان روزانو ڪارڪون کائي گذارو ڪندو هو. وٽس ڪي مريد يا ٻيا ماڻهو گهڻو ڪجهه کڻي ويندا هئا. پر هي وٽائن سواءِ پاڻيءَ جي ٻيو ڪجهه ڪين وٺندو هو. دنيا جي هر لالچ کان پاسيرو رهندو هو. هر ساهه واري شيءِ کي تڪليف پهچائڻ وڏو گناهه سمجهندو هو. اهو ئي سبب هو جو وڏن سفرن ڪرڻ جي باوجود هن فقير ڪڏهن به وهٽ تي سواري نه ڪئي. بلڪ ٻين کي به جانورن تي سواري ڪرڻ ۽ ڪانئن کو به ڪم وٺڻ کان سختي سان منع ڪندو هو. هن هڪ سئو سالن کان وڏي ڄمار ۾ سن 1329ھ/1911ع ۾ وفات ڪئي.

**جلال ڪلهوڙو:** تعلقي ميري خان جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جمال خان لغاري، سائينداد لغاري، گلاب لاشاري، منو قنبراڻي، پٽيا، ڊولي جي واندِ، حاجي ارباب شيخ، قادر بخش چانڊيو، الهوڏايو چانڊيو، محمد ڪريم بروهي ۽ چاڪر چانڊيو.

**جلال ڪوري:** شاعر جلال ڪوريءَ جو پورو نالو جلال الدين ولد جيئرو ڪوري آهي. هن ڳوٺ عالم پلي، تعلقي ۽ ضلعي عمرڪوٽ ۾، 13 جون



1961ع تي جنم ورتو. هن پرائمري تعليم گورنمينٽ پرائمري اسڪول قاضي نور محمد پليءَ مان حاصل ڪئي ۽ مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ڍوري ناري مان ڪئي. هن ايم. اي (سنڌي) سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪئي ۽ ايم. ايڊ علامه اقبال اوپن يونيورسٽي اسلام آباد مان ڪئي.

نامور اديب معمور يوسفاڻيءَ ۽ حڪيم مجيد 'ماجد' اهرويءَ جي صحبت ۾، اسڪولي زندگيءَ ۾ ئي علم ادب سان دلچسپي پيدا ٿيس. شاعريءَ جي شروعات 1980ع کان ڪيائين. هي نئين ٽهيءَ جي شاعرن ۾ وائي ۽ نظم جو بهترين شاعر آهي. حليم باغي، مير حسن آريسر، اقبال رند، مظهر لغاري، ايوب کوسو ۽ جلال ڪوري ٿرجي نئين ٽهيءَ جي شاعرن ۾ سٺو مقام رکن ٿا. شاعريءَ جو هڪ مجموعو ترتيب ڏئي چڪو آهي. سندس تصنيفن ۾ هڪ ڪتاب: 'ڀڳهه چوڙي پنڌ پيا' (انور راڄڙ جي شخصيت: ترتيب-2000) شامل آهي. ڪلاسيڪي شاعر صوفي صادق سومري جي ڪلام کي نئين سر ترتيب ڏئي چڪو آهي، جيڪو صوفي صادق اڪيڊميءَ پاران جلد ڇپجڻ وارو آهي. ان کانسواءِ سندس ٻه ڪتاب: 'لاهوتي لڏي ويا- حاجي خان محمد مگريو: شخصيت' ۽ 'سيرت پاڪ' (ترجمو) ڇپائيءَ هيٺ آهن.

ان کان سواءِ هن ڪيترا ادبي، تاريخي ۽ تنقيدي مقالا پڻ لکيا آهن. جلال ڪوري عمرڪوٽ تعلقي جي ڪيترن ئي اسڪولن جهڙوڪ: جالوءَ جي چونئري، ولي محمد آرائين، عالم پلي، ڍوري ناري، حاجي دائم بروهي، قاضي نور محمد پلي ۽ جلال الدين ڪوري پرائمري اسڪول ۾ ڪٿي هيڊماستر ۽ ڪٿي نائب ماستر طور پڙهائي چڪو آهي ۽ هن وقت سپروائيزر پرائمري اسڪولس، يو. سي ڍورو ناور آهي.

**جلال ڪٽي:** جلال ڪٽي پهريون استاد شاعر هو جنهن پنهنجي انوکي تخيل ۽ جادو بيانيءَ سان "سنڌي سينگار" شاعريءَ کي اوج تي پهچايو ۽ سنڌي شاعريءَ جي دائري ۾ ان کي هڪ مستقل فن جي حيثيت ڏني. جلال ڪٽيءَ بابت لسٻيلي، ڪراچي ۽ ٺٽي ضلعي جي اڪثر سگهڙن جي متفقه راءِ آهي ته هو ٺٽي ضلعي جو ويٺل هو. ڪن خاص معتبر راين جي خيال ۾ ته هو تعلقي ميرپور ساڪري جي قديم ڳوٺ "گروڙا" جو ويٺل هو. دادو ۽ لاڙڪاڻي ضلعي جي سگهڙن جي متفقه راءِ آهي ته جلال ڪٽي دادو ضلعي جي ڳوٺ موندر جو ويٺل هو. ۽ ڪن جو خيال آهي ته هو جوهي تعلقي ۾ 'ڊرگهه بالا' جو رهاڪو هو. جيتوڻيڪ هن سلسلي ۾ اڃا تائين ڪا يقيني راءِ قائم ڪري نه ٿي سگهجي ته به هيٺين دليلن جي بنياد تي في الحال هن نتيجي تي پهچجي ٿو ته، غالباً جلال ڪٽي دادو ضلعي جي ڳوٺ موندر جو رهاڪو هو. پهريون ته ميان نورمحمد ڪلهوڙي جي سپهه سالار شاهه بهاري جهنجهڻ ۽ قلات جي امير عبدالله خان بروهيءَ جي جنگ بابت جلال ۽ جمن چارڻ هڪ ٻئي کي آمهون سامهون بيت چيا آهن. جيئن ته ميان نور محمد جي گاديءَ جو شهر خدا آباد هو، جو دادو تعلقي ۾ واقع آهي. جمن چارڻ جا مٽ مائٽ ۽ عزيز به دادو ۽ سيوهڻ تعلقن ۾ رهندڙ هئا ۽ خود شاهه بهارو به لاڙڪاڻي ضلعي جو ويٺل هو، جتي سندس مقبرو موجود آهي. انهيءَ ڪري جلال جي سڪونت به دادو ضلعي ۾ ٿي. ٻيو ته جلال جو هڪ بيت حضرت مخدوم بلاولؒ جي مدح ۾ ملي ٿو، جنهن ۾ چيو اٿس ته:

"بلاولي بحرين مان جن پيتا 'جودي' جام"

جيئن ته حضرت مخدوم بلاولؒ جي درگاهه شهر دادوءَ کان 6 ميل کن اتر طرف قديم شهر 'باغبان' ٺلٽيءَ ۾ آهي ۽ ڳوٺ موندر کي به ايترو ئي ويجهو آهي، انهيءَ ڪري جلال جي حضرت مخدوم بلاول سان هيءَ عقيدت پڻ موندر ۾ سندس جاءِ سڪونت هجڻ جي تائيد ڪري ٿي. ٽيون ته، دادو تعلقي ۾ هيءَ روايت عام آهي ته جلال، 'پير ترهي' جي مقام ۾ دفن ٿيل آهي، جو دادو شهر کان 7 ميل کن اتر ۽ ڳوٺ موندر کان اٽڪل ميل ڏيڍ اتر اولهه، موجوده دادو ڪئنال جي لڳو لڳ الهندي ۾ واقع آهي. 'پير ترهي' جي سجاده نشينن قريشي پيرن، ٻين عام ماڻهن ۽ خاص طرح اتي جي عمر رسيده ماڻهن جو چوڻ آهي ته: "اسان وڏن کان ٻڌندا ٿا اچون ته جلال موندري جو ويٺل هو ۽ سندس قبر پير ترهي تي آهي جا اسان ننڍي هوندي صحيح سلامت بيٺل ڏٺي هئي، جنهن تي ماڻهو اچي ختما پڙهندا هئا. البته درويش پير طرهي جي نالي سببان سندس شهرت ڪانه ٿي. هن وقت سندس قبر واريءَ جاءِ تي فقط هڪ پٿر جو نشان باقي آهي". اها نشاني پير ترهي جي مقبري جي آڏو وڏي صحن ۾ ڏکڻ اوڀر طرف بيٺل وڻن جي هيٺ هڪ جهوني ٻير جي وڻ جي پاڙ ۾ آهي، جتي سواءِ هڪ پٿر جي نشان جي ٻيو ڪو به ڪتبو موجود ڪونهي. پر تڏهن به هن مقامي روايت کي نظر انداز نٿو ڪري سگهجي.

جلال ۽ جمن چارڻ جيڪي بيت هڪٻئي کي سوال جواب ۾ چيا آهن تن جو تعلق انهيءَ جنگ سان آهي، جا ميان نور محمد ڪلهوڙي جي لشڪر ۽

مير عبدالله خان قلات جي واليءَ جي وچ ۾ لڳي جنهن ۾ مير عبدالله خان شهيد ٿي ويو. ميان نور محمد طرفان بهارو ڄهنجهڻ سپهہ سالار هو جنهن جي تعريف ڪندي جلال پنهنجي هڪ بيت ۾ چيو ته:

"بازي بهارو شاهہ، ڪٽي ويو شير ڪون"

اها جنگ 1144ھ/1731ع ۾ لڳي ۽ ان بابت چيل بيتن مان ظاهر آهي ته جلال هڪ پختہ مشق شاعر هو جمن چارڻ به پنهنجي وقت جو چوٽيءَ جو شاعر هو. جنهن هن جي بيتن جو جواب ڏنو انهيءَ مان ظاهر آهي ته جمن ۽ جلال هڪٻئي جا ساٿاري ۽ همعصر درويش هئا. جمن چارڻ 1150ھ/ 1737ع ۾ وفات ڪئي، يعني شاهہ عبداللطيف کان 14-15 سال اڳ. انهيءَ لحاظ سان چئي سگهجي ٿو ته جمن توڙي جلال، شاهہ سائين جا همعصر هئا. جلال جي زندگيءَ بابت جو پورو پتو پئجي نہ سگهيو آهي. سندس باري ۾ روايتون مشهور آهن ته هو پنهجو موروثي ڌنڌو ڪندو هو ۽ ڪپڙا ڌوئيندو هو پنهنجن بيتن ۾ 'ڪٽي' توڙي 'رنگريز' جو تخلص ڪتب آندو اٿس. جنهن مان سمجهي سگهجي ٿو ته غالباً جلال دڪان تي ڪپڙن رنگڻ جو ڪم به ڪندو هو. ڇاڪاڻ ته ڪن بيتن ۾ خاص ڪري 'دڪان' جو نالو وري وري آندو اٿس. مثلاً:

"دؤڙي ون دڪان تي، ڪهہ پچ ڪاريگر."

"دؤڙي ون دڪان تي، هٿ ٻڌي ڪر حال."

"دل اُجار دڪان تي، ديک وڃي داناءَ"

جلال جي ذاتي طور نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم سان لنؤ لڳل هئي ۽ انهيءَ حقيقي محبت ڪيس آخر نيئي عارفانہ منزل تي پهچايو. سندس شگفتہ طبيعت، تيز ذهن، سنڌي زبان تي عبور ۽ ٻين ٻولين جي لغت کان واقفيت شروع کان ئي ڪيس سنڌي شاعريءَ جي مختلف مضمونن ۽ عنوانن ڏانهن متوجهہ ڪيو. جن مان هر هڪ ۾ هن پنهنجا جوهر ڏيکاريا. مطلب ته جلال نہ فقط هڪ اعليٰ پايي جو شاعر هو. پر پنهنجي وقت جي هنرمند شاعرن جو سرواڻ ۽ سرتاج هو ۽ عام سگهڙن جو سالار هو. سنڌي زبان ۾ 'فن سگهڙپائي' جو ته جڻ باني مباني هو. فن 'هنر' به ڪانئس هليو ته 'ڏهسنامہ' جي ڏاهپ به وٽانئس شروع ٿي، جنهن جي پوءِ هر ڏس ۾ ڏاهہ پئجي وئي. ان 'ڏهسنامہ' جي ڏاهپ سان هن سنڌي شاعريءَ جي فن 'سينگار' کي ويتر وڌيڪ سينگاري اوج ۽ ڪمال تي پهچايو.

**جلال محمد، مخدوم**: مخدوم جلال محمد وڏو عالم، فاضل ۽ ولي، مخدوم محمد معين ٺٽويءَ جو صحبتي ۽ همعصر هو هو وڏو مدرس، فقيهہ، عالم، نجوم ۽ طب جي علمن جو ڄاڻو هو. اٿڻي ويهڻيءَ ۾ سادو هو. مير علي شير قانع ٺٽوي هن بابت تحفة الڪرام ۾ لکي ٿو ته: "مخدوم جلال محمد وڏو عالم، تقرير ۽ تحرير جو ڏڻي، پنهنجي زماني ۾ بينظير ٿي گذريو آهي، هن جهڙو سيني علمن جو جامع ٻيو ڪو نہ هو "مخدوم محمد معين ٺٽوي، مخدوم جلال محمد کي اڪثر عالمن تي نهايت فوقيت ڏيندو هو. هو عالم هو پر نجوم ۽ طب ۾ بقراط ثاني ۽ بو علي اول هو ايڏي ڪمال جي درجي تي هوندي به عام ماڻهن وانگر نهايت سادگيءَ سان زندگي گذاريندو هو ۽ دولتمندن کي پاڻ ڏانهن متوجهہ ٿيڻ جو موقعو نہ ڏيندو هو ٿورا سال ٿيندا جو گذاري ويو آهي". مير علي شير قانع، تحفة الڪرام 1181ھ/1767ع ۾ مڪمل ڪيو ۽ مخدوم جلال محمد جي وفات 1172ھ/ 1758ع ۾ ڄاڻائي وئي آهي، پر پير حسام الدين راشدي هن جي رحلت جو سال 76-1177ھ/ 1762ع ڄاڻايو آهي.

**جلال محمد، مخدوم**: سنڌ جي علائقي ڪڪرالي جو ناميارو عالم مخدوم جلال محمد پنهنجي زماني جو برک عالم، تقرير ۽ تحرير جو ماهر ٿي گذريو آهي. هيءَ وڏو مدرس، عالم، فقيهہ، مفسر، نجوم جو ڄاڻو ۽ طب جو ماهر هو. ڪڪرالي ۾ سندس نالي سان 'مخدوم جلال محمد جي' درسگاهہ قائم هئي، جنهن ۾ درس ۽ تدريس ڏيندو هو هيءَ بزرگ پنهنجي مدرسي ۾ شاگردن ۽ عام خاص ماڻهن سان ائين رلي ملي ويندو هو جو هر ڪو ڪيس پنهنجو پيو سمجهندو هو. هن پنهنجي حياتي سادگيءَ سان گذاري. ڪانئس ڪيترن طالبن ۽ ماڻهن علمي فيض پرايو. سنڌ جو هي يگانو عالم 1151ھ مطابق 1738ع ۾ وفات ڪري ويو.

**جلال محمد هالائي، مخدوم**: مخدوم جلال محمد هالائي، مخدوم نوح جي پٽن مان هڪ بزرگ ٿي گذريو آهي، مخدوم جلال بابت تحفته الڪرام جو مصنف لکي ٿو ته: "مخدوم جلال بزرگي، معروف محاسن ۽ بيشمار ڪمالات جو ماهر هو". مخدوم جلال محمد عرف 'جنگ جلال' وڏي جاهہ ۽ جلال ۽ رعب تاب وارو بزرگ هو سندس نالو جلال محمد هو پر عام طرح جنگ جلال جي نالي مشهور ٿيو انهي ڪري سندس اولاد پاڻ کي 'جلالي پير' سڏرائيندو آهي. دليل الذاڪرين جو مصنف لکي ٿو ته: "هڪ دفعي هڪ ماڻهوءَ تي ٺٽي جي گورنر شاد خان ڳرو ڏنڊ وڌو، اهو ماڻهو ڏنڊ گهٽ ڪرائڻ لاءِ مخدوم جلال محمد کي ٺٽي جي گورنر ڏانهن وٺي ويو. مگر شاد خان مخدوم صاحب جو چوڻ نہ ڪيو جنهن تي مخدوم صاحب فرمايو ته هي ماڻهو سنڌ جي حڪومت جي لائق نہ آهي تنهنڪري هن کي بدلي ڪري سندس جاءِ تي سيد امير خان (ابو البقا امير خان) کي گهرايو وڃي. مخدوم جلال جي انهيءَ گفتگو کان پوءِ ستت ئي شاد خان جي بدلي ٿي ۽ ٺٽي تي امير خان مقرر ٿيو.

مخدوم جلال محمد جي ولادت ۽ وصال جون تاريخون ملي نہ سگهيون آهن. پر پاڻ 1642ع تائين جيئرو هو. وفات کانپوءِ ڪيس پنهنجي والد غوث الحق مخدوم نوح جي درگاهہ ۾ دفنايو ويو. جڏهن درياهہ اٿلڻ سبب مزارون لڏائي موجوده هنڌ هالا نوان ۾ درگاهہ قائم ڪئي وئي ته مخدوم جلال کي مخدوم نعمت الله واريءَ چوڪنڊي ۾ دفنايو ويو جتي اڄ به سندن مزار موجود آهي.

**جلال محمود شاهہ، سيد**: ناميارو سياسي اڳواڻ، سيد جلال محمود شاهہ سنڌ جي قومي اڳواڻ، مدبر ۽ مفڪر سائين جي. ايم. سيد جو پوٽو، ناميارو سياستدان سيد امداد محمد شاهہ جو فرزند آهي. هن 14 سيپٽمبر 1964ع تي سن ۾ جنم ورتو پرائمريءَ جا پنج درجا ۽ سيڪنڊريءَ جو ڇهون ڪلاس سن مان پاس ڪري، ستين ڪلاس کان انٽر تائين ڪيڊٽ ڪاليج پيٽاري ۾ پڙهيو. 1986ع ۾ گورنمينٽ ڪاليج نوابشاهہ مان بي. اي ڪيائين.



جلال محمود شاھ ننڍي ھوندي کان ئي پنھنجي ڏاڏي سائين جي ايم سيد جي صحبت ۾ رھيو. ڪيڊٽ ڪاليج پيٽاري ۾ پڙھڻ دوران وڪيشن جو سمورو وقت ڏاڏي جي صحبت ۾ يا ڪتابن جي مطالعي ۾ گذاريندو ھو. جلال محمود شاھ پنھنجي ڏاڏي ۽ پيءُ وانگر ننڍي ھوندي کان ئي سماجي ڪمن ۾ اڳيرو رھيو. اڳتي ھلي ھن والد جي نقش قدم تي ھلندي سماجي ڪمن سان گڏ سياست ۾ بہ عملي طور حصو ورتو.

1983ع جي ايم. آر. ڊي تحريڪ دوران شاگرد جي حيثيت ۾ ڪيترن احتجاجي مظاھرن ۾ حصو ورتائين. 1985ع ۾ نوابشاھ ۾ ھم خيال دوستن سان گڏ 'ينگ پروگريسو ٿنڪرس فورم' قائم ڪري، ان جو سربراھ ٿيو. 1986ع ۾ والد جي ھدايتن ھيٺ سن وڃي رھيو ۽ سائين جي. ايم. سيد جو زمينداريءَ ۽ گھرو معاملن ۾ مددگار ٿي رھيو.

1996ع ۾ ينگ پروگريسو ٿنڪرس فورم 'سنڌ ٿنڪرس فورم' ۾ تبديل ٿيو ۽ جلال محمود شاھ ان جو پھريون صدر ٿيو. ھن فورم ۾ سيد منير شاھ ذاڪري، آصف بالادي ۽ ٻيا نوجوان ساٿس گڏ ھئا. ھن فورم تان ڪيترا ادبي پروگرام ڪرايا ويا. ستار رند ۽ ٻين نوجوانن جا ڪجھ ڪتاب بہ ڇپرايا ويا.

سيد جلال محمود شاھ 1997ع جي عام چونڊن ۾ آزاد اميدوار طور سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ھو. 22 فيبروري 1997ع تي سنڌ اسيمبليءَ جو ڊپٽي اسپيڪر چونڊيو. جڏھن تہ 30 آڪٽوبر 1998ع کان 12 آڪٽوبر 1999ع تائين سنڌ اسيمبليءَ جو اسپيڪر بہ رھيو. 1998ع ۾ جڏھن مرڪزي حڪومت سنڌ اسيمبليءَ جي اسپيڪر جا اختيار معطل ڪيا ۽ ھڪ نوٽيفڪيشن ذريعي ميمبرن جو اجلاس گھرايو تہ سيد جلال محمود شاھ ان معاملي کي سپريم ڪورٽ ۾ چئلينج ڪيو، جنھن سندس اختيار بحال ڪيا.

جنرل (ر) پرويز مشرف جي دور ۾، 2001ع وارين بلدياتي چونڊن ۾ سيد جلال محمود شاھ تعلقي ڪونسل جي آمري، سن، لاڪا، مانجھند ۽ منظورآباد يونين ڪائونسلن ۾ پنھنجا ميمبر ۽ ناظم اميدوار طور بيھاريا. ٽن يونين ڪائونسلن آمري، سن ۽ لاڪا ۾ سندس ميمبرن ۽ ناظمن ڪاميابي حاصل ڪئي. تعلقي ڪونسل جو ناظم خدابخش جوڻي کي چونڊرايائين، جيڪو مشھور ٽي. وي پروڊيوسر ۽ پي. ٽي. ويءَ جي اڳوڻي جنرل مئنيجر عبدالڪريم بلوچ کي ھارائي ڪامياب ٿيو. ٻي بلدياتي چونڊ 2005ع ۾ سيد جلال محمود شاھ جا وڌيڪ ڪائونسلر ڪامياب ٿيا ۽ ڇھن يونين ڪائونسلن- آمري، سن، لڪي، مانجھند، منظورآباد ۽ لاڪا ۾ سندس ناظم چونڊجي آيا. پاڻ ضلعي ناظميءَ جي چونڊ بہ وڙھيو، پر ڪامياب نہ ٿي سگھيو.

سيد جلال محمود شاھ اسيمبلي ميمبر ھئڻ دوران ٽوڙي بلدياتي نظام ۾ پنھنجي اباڻي علائقي تعلقي ڪوٽڙي ۽ نوابشاھ ضلعي ۾ پنھنجي والد جي سرپرستيءَ ۽ پوئلڳيءَ ۾ ڪيترائي روڊ رستا، اسڪول، اسپتالون ۽ واٽر سپلاءِ جون اسڪيمون منظور ڪرايون. خاص ڪري ڳوٺ وڏن گاٺنجن ۾ ڊرينيج سسٽم ۽ واٽر سپلاءِ اسڪيم، آمري شھر ۾ واٽر سپلاءِ اسڪيم ۽ شاھ اويس قرنيءَ جي ڀرپاسي جي 10 ڳوٺن ۾ واٽر سپلاءِ اسڪيمون منظور ڪرائڻ سندس اھم خدمتن ۾ شامل آھن. جلال محمود شاھ سن، آمري، مانجھند ۽ ٻين شھرن جون گھٽيون پڪيون ڪرايون ۽ ڪيترن ئي اسڪولن جي عمارتن جي منظوري ورتائين. ھن پاڪستان پيپلز پارٽيءَ کان ٻاھر جي سياستدانن تي مشتمل سنڌ ڊيموڪريٽڪ الائنس (S.D.A) قائم ڪري، ان جي پليٽ فارم تان پڻ سياست ڪئي. 9 ڊسمبر 2007ع تي ھن ڄامشوري ۾ ھڪ وڏو ڪنوينشن ڪوٺائي 'سنڌ يونائيٽيڊ پارٽي' جو بنياد وڌو، جنھن جو کيس صدر چونڊيو ويو. ھو اڄ تائين ان پارٽيءَ جي صدر طور ڪم ڪري رھيو آھي. سندس پارٽيءَ جي پروگرام ۾ سماجي انصاف سان گڏ خوشحال ۽ خودمختيار سنڌ وارو مقصد شامل آھي.

ھن سن شھر ۾ سماجي ڀلائي ۽ منشيات جي پاڙ پٽڻ لاءِ ڪافي اثرائتا قدم کنيا آھن. سن ۾ سائين جي. ايم. سيد جي درگاھ جي وسعت سان گڏ ڀرپاسي جا رستا ٺھرائڻ ۽ وڻ پوکائڻ سميت ڪيترائي تعميري ڪم ڪيا اٿائين.

سيد جلال محمود شاھ 'شاھ صدر ايجوڪيشنل سوسائٽيءَ' جو چيئرمئن، جي. ايم. سيد فائونڊيشن جو سرپرست ۽ امداد فائونڊيشن جو ميمبر رھيو آھي. ھن جي. ايم. سيد فائونڊيشن پاران پنھنجي ڏاڏي سائين جي. ايم. سيد جا ڪيترائي ڇپيل ۽ اڻ ڇپيل ڪتاب شايع ڪرايا آھن. سندس علمي، ادبي، سماجي ۽ ثقافتي خدمتن بابت ڪيترائي سيمينار ۽ ڪانفرنسون ڪوٺائي، انھن ۾ پڙھيل مقالن کي ڪتابي صورت ڏياري آھي. ھن سائين جي. ايم. سيد جي جڳ مشھور لائبريءَ کي ڄامشوري ۾ پنھنجي رھائش 'جي. ايم. سيد ايڊيفڪس' ۾ منتقل ڪرايو آھي، جتي تحقيق ڪندڙن کي رھائش ۽ کاڌي وغيره جي سھولت مھيا ڪئي ويندي آھي. ھن سنڌ جي پاڻيءَ، قومي پيداواري وسيلن ۽ ٻين ڪيترن ئي اھم مسئلن تي ڪانفرنسون ڪوٺرايون آھن. ھن جا سنڌ، بلوچستان، خيبر پختونخوا ۽ سرائڪي علائقي جي اھم سياستدانن سان سياسي ۽ خانداني لاڳاپا آھن. پنھنجي ڏاڏي ۽ پيءُ واري مھمان نوازي، سماجي خدمت ۽ سياسي عبادت واري ڪم کي جاري رکيو پيو اچي.

**جلالو** (لوڪ گيت): ٿر جو ھي مشھور گيت اڪثر زالون خوشيءَ جي موقعي تي ڳائينديون آھن. ھن لوڪ گيت کي مجاز ۽ محبت جي مضمون تي آڌاريل گيت چئي سگھجي ٿو. ھن گيت جي پسمنظر ۾ ھڪ عورت پنھنجي مڙس جي واپس اچڻ جي خبر ٻڌي خوش ٿيندي آھي ۽ پوءِ ھوءَ ساھيڙين آڏو خوشيءَ جي اظھار طور سڏي کين ٻڌائي ٿي تہ چوڏسائن ۾ اڄ چمڪاٽ ان لاءِ آھن، چو تہ ٻڌو اٿم تہ جلالو آيو آھي ۽ پوءِ اھا عورت ھن گيت ۾ پنھنجي انھن ساھيڙين کي منٿ ڪري ٿي تہ اھي سندس مڙس کي وٺي اچن تہ ھوءَ کيس ڏسي اکيون ٺاري. ھن گيت لاءِ روايت آھي تہ آڳاٽي زماني ۾ 'جلالو' نالي ڪو شخص پرديس ويو ۽ پويان سندس زال فراق ۾ گيت چيا ۽ پوءِ اھي گيت انھيءَ نالي سان ئي مشھور ٿي ويا. ھن لوڪ گيت جو ھڪ شعر نموني طور ھيٺ ڏجي ٿو.

سَڪي مانجھيا آيو ڙي جلالو ڏيس ۾،
(اي سکي جلالو ھن ديس ۾ آيو آھي)
اھين بجلين ڙي جاري ڏيس ۾.
(ان ڪري بجليون چئني ڏسن ۾ چمڪن پيون.)

**جلاوطن** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌ جي نامور ڪهاڻيڪار نورالهديٰ شاهه جي ڪهاڻين جو مجموعو آهي، جنهن جو مهاڳ ليکڪا پاڻ لکيو آهي. هن ڪتاب جو انتساب قمر زمان شاهه جي گهر واريءَ جي نالي ڪيل آهي. هن ڪتاب ۾ ڪُل 9 ڪهاڻيون: من درپن، ديوارون، ناگاساڪي، دوزخي، سنگسار، فوٽ پاٿ، شريفزادي، سرحدون ۽ فاصلا، ڪم بيڪ آفريڪا ۽ جلاوطن شامل آهن. 129 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 100 رپيا آهي. هن ڪتاب کي نيو فيلڊس پبلڪيشن حيدرآباد ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.



**جلباڻي**[1]: هڪ ذات جو نالو جنهن لاءِ مشهور آهي ته سندن ڏاڏي جو نالو 'جلب' هو جنهن جي نسبت سان هن ذات وارا جلباڻي سڏجن ٿا. هڪ روايت مطابق دگهاڻي بلوچ به جلباڻين جو پاڙو آهي، جڏهن ته جلباڻين کي رندن ۽ جمالين جو هڪ پاڙو چيو وڃي ٿو.

**جلباڻي**[2]: تعلقي ڳڙهي خيرو جي هڪ ديهه. جنهن ۾ امير جلباڻي هڪ ڳوٺ نالي آباد آهي.

**جلباڻي**[3]: تعلقي ميرواهه جي هڪ ديهه جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

شاهنواز خاصخيلي، الهه آباد، پناهه علي شير الهداد شر احمد شر اڏل شر، محمد اسماعيل لغاري بلوچ، خالد آباد، غلام قادر لغاري، نصير احمد لغاري، غلام عباس، فيض محمد خاصخيلي، پيرل خاصخيلي، تاج محمد شر، غلام حسين خاصخيلي، جان محمد ٽيهو وارث ڏهر، قمرالدين لغاري، محمد باقر لغاري، دريا خان شر، محمد صالح خاصخيلي ۽ ميمنون خان دستي بلوچ.

**جلباڻي**[4]: تعلقي وارهه جي هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

الهرکيو جلباڻي، محمد سانيل، زهري بروهي، مير خان گاڏهي ۽ محمد خان کهاوڙ.

**جلباڻي**[5]: تعلقي پريا جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جلباڻي، علي ميمڻ، حاجي داد محمد بروهي ۽ غوث بخش لهراڻي.

**جلباڻي، احمد علي خان**: احمد علي ولد رئيس الله بخش خان جلباڻيءَ 1946ع ۾ ڳوٺ درياهه خان جلباڻيءَ ۾ پريا سٽيءَ ويجهو موجوده ضلعي نوشهري فيروز ۾ پيدا ٿيو پرائمري تعليم ڳوٺ ۾ حاصل ڪيائين. ان کان پوءِ سيڪنڊري ۽ هائر سيڪنڊري تعليم ۽ بي اعليٰ تعليم ڪراچيءَ مان حاصل ڪيائين. 1988ع جي اليڪشن ۾ ايم. پي. اي جي سيٽ تي بيٺو پر ڪامياب ٿي نه سگهيو. سال 1990ع جي اليڪشن ۾ ايم. پي. اي جي سيٽ تي اميدوار بيٺو ۽ ڪامياب ٿيو سندس تعلق جتوئي گروپ سان هو ۽ نوازشريف جي مسلم ليگ جو اتحادي هو ايم پي اي ٿيڻ کان پوءِ ڄام صادق عليءَ جي دؤر ۾ سماجي بهبود کاتي جو وزير ٿيو ڄام صادق عليءَ جي وفات کان پوءِ سيد مظفر حسين شاهه جي وزارت اعليٰ جي دور ۾ ڪيس پبلڪ هيلٿ انجنيئرنگ جو کاتو ڏنو ويو چيف منسٽر انسپيڪشن ٽيم ۾ به شامل رهيو سال 1993ع جي عام اليڪشن ۾ به بيٺو پر ڪامياب ٿي نه سگهيو هيءُ سنڌ پراونشل ڪوآپريٽو بئنڪ جو ميمبر به رهيو آهي. ڪراچي ريس ڪورس جو ميمبر به هو.



احمد علي خان جلباڻي، سياسي حوالي سان 2000ع کان پيپلزپارٽي سان لاڳاپيل آهي.

**جلباڻي، غلام حسين، پروفيسر**: سنڌ يونيورسٽيءَ جو هر دلعزيز استاد، پروفيسر غلام حسين جلباڻي نوشهري فيروز ضلعي جي جلباڻي ڳوٺ جي مشهور زميندار نظر محمد جلباڻيءَ جو فرزند هو. هي 2 فيبروري 1914ع تي ڄائو ابتدائي تعليم جلباڻي ڳوٺ ۾ حاصل ڪيائين. انگريزي چوٿون درجو ڪوڙي مل چندن مل هاءِ اسڪول مان، پنجون ۽ ڇهون درجو نوشهري فيروز مان پڙهيو ۽ مئٽرڪ نووديالا هاءِ اسڪول حيدرآباد مان 1932ع ۾ پاس ڪيائين. مئٽرڪ کان پوءِ فرسٽ ايئر ڪراچيءَ مان ۽ انٽر حيدرآباد مان 1934ع ۾ پاس ڪيائين. بي. اي ممبئيءَ مان فرسٽ ڪلاس، فرسٽ پوزيشن ۾ پاس ڪيائين، جنهن تي ڪيس ڪريم پائيءَ پاران 11 هزار روپيا انعام مليو. ايم. اي عربيءَ جي مضمون ۾ ڪراچيءَ مان 1939ع ۾ ڪيائين، ساڳئي سال ڊي. جي سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ ۾ عربيءَ جو ليڪچرر مقرر ٿيو ۽ 1947ع ۾ سنڌ مسلم ڪاليج ڪراچيءَ ۾ پروفيسر ٿيو. ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽي کان پوءِ ڊاڪٽر غلام حسين جلباڻي عربي ادب جي وڏي خدمت ڪئي آهي. پروفيسر جلباڻي 10 جنوري 1956ع ڌاري سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ عربيءَ جو ريڊر مقرر ٿيو. ٿن سالن کان پوءِ عربي شعبي جو هيڊ ٿيو. سندس طبيعت صوفياڻي مزاج واري هئي. جنهن جي جهلڪ هن جي ڪتابن مان به نظر اچي ٿي. هن ڪيترا ئي ڪتاب ترجمو ڪيا، سندس حافظو مضبوط هو. عربي، فارسي ۽ سنڌيءَ جا ڪافي شعر ياد هوندا هئس. سندس هيٺيان ڪتاب ڇپيل آهن:

(1) **'ڪيميائي سعادت'**: هيءُ تصوف آميز اخلاقي ڪتاب آهي. جنهن جو مصنف امام غزالي ۽ هيءُ ڪتاب امام غزاليءَ جي اصل ڪتاب احياءُ علوم الدين جو خلاصو آهي. جنهن جي چئن عنوانن جو اختصاري ترجمو پروفيسر غلام حسين جلباڻيءَ ڪيو هو ان جا 1960ع، 1970ع ۽ 1989ع ۾ ٽي ڇاپا سنڌي ادبي بورڊ ڇپائي پڌرا ڪيا آهن.

(2) **'ڪاميابي'**: هيءُ ڪتاب ابن طفيل جي ڪتاب، 'حَيُّ بن يقظان' جو سنڌي ترجمو آهي. هن ڪتاب جي سنڌي ترجمي 'ڪاميابي' جا 1959ع، 1969ع ۽ 1982ع ۾، سنڌي ادبي بورڊ پاران ٽي ڇاپا ڇپجي چڪا آهن.

(3) **'پکين جي پارليامينٽ'**: مشهور ايراني فلسفي شيخ فريد الدين عطار جي ڪتاب 'منطق الطير' جو سنڌي ترجمو پروفيسر صاحب 'پکين جي پارليامينٽ' عنوان سان ڪيو. جنهن جا 1962ع، 2003ع ۽ 2005ع ۾ ٽي ڇاپا، سنڌي ادبي بورڊ ڇپائي پڌرا ڪيا.

(4) 'عربي سنڌي ڊڪشنري ياڳو پهريون' (الف کان ظ): انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، سنڌ يونيورسٽي فيبروري 1988ع ۾ ڇپائي پڌري ڪئي.
(5) 'عربي سنڌي لغت ياڳو ٻيو' (ع کان ي): 1990ع ۾ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، سنڌ يونيورسٽي ڇپائي پڌري ڪئي.
(6) چوٽڪارو، (7) سطعات، (8) لمحات، (9) سلامان ابسال، (10) خوابنامون (11) تاويل الاحاديث، (12) الطاف القدس، (11) Life of the Holy Prophet، (12) Teaching of Shah Wali ullah Delhi.

سندس هڪ فرزند پروفيسر عطاءُ الله جلباڻي، سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ عربي شعبي جو پروفيسر آهي ۽ ٻيو فرزند حاجي عبدالله خان شاد جلباڻي شاعر ۽ اديب آهي. جيڪو وڏي عرصي کان سنڌي ادبي سنگت جلباڻي ڳوٺ جو سيڪريٽري رهندو اچي پيو

**جلب ديرو**: هيءُ قديم ڳوٺ ديهه چاڪر ڪوٽ، تپي ڊرگهه بالا، تعلقي جوهي، ضلعي دادوءَ ۾ آهي. جلب ديرو ڪاڇي جو مشهور ڳوٺ آهي. ڳوٺ جي ڏکڻ اولهه ۾ وڏو قبرستان آهي، جيڪو ڇئن ايڪڙن جي ايراضيءَ ۾ پکڙيل آهي. قبرستان ۾ ٻه رانڪون ٺهيل آهن، جن جي مٿان گنبذ ڏنل آهن. گنبذ اٺڪنڊي ڳچ (Neck) جي مٿان ٺاهيا ويا آهن. انهن ٻنهي رانڪن جي ٻيڙ ٻنن (parapet) تي برجيون ٺهيل آهن. انهن ٻنهي مان اوڀر واري رانڪ ٻارهن دري نموني جي آهي ۽ اڏاوت ۾ ٻيءَ کان وڏيري آهي. هنن مقبرن جو نمونو ساڳيو آهي، جيڪو هن ترِ ۾ عام آهي، پر پوءِ به نشان اهڙا نرالا آهن، جو هنن تي تحقيق ٿيڻ گهرجي. اولهه واري رانڪ کي ڏکڻ ۾ لنگهه ڏنل آهي، لنگهه، ٻاهران توڙي اندران خاص نموني جو آهي، جيڪو ڪمري نما آهي. پٿين تي ڪڻ ونگا پانيل قطارن ۾ ٺهيل آهن، ۽ اهي حاشيه (Dado) کان مٿي ڏنل آهن. ٻنهي رانڪن جي ڪنڊن تي برجيون ٺهيل آهن. برجين جي مٿان ننڍڙا گنبذڙا ٺهيل آهن.

**جلترنگ** (ساز): 22 چينيءَ جا پيالا، جيڪي ترتيبوار ننڍا وڏا ٿين ٿا، تن کي ضرورت آهر پاڻيءَ سان ڀري وڄائبو آهي. چينيءَ جي پيالن کان اڳ ۾



ڪنجهي، ٽامي يا پتل جا پيالا ڪم آڻبا هئا، هڪڙا مندر استان وارا پيالا (جيڪي هيٺيان سُر ڏين) ڪجهه وڏا ٿيندا آهن ۽ ٻيا تال استان وارا (پيالا جيڪي مٿيان سر ڏين) ترتيب سان پيالا ننڍا ٿين ٿا. پيالن کي گول دائري ۾ ڪي قدر ساڄي کان ننڍا کاٻي وڏا رکبا آهن. پيالن ۾ پاڻي وجهي، اڊائي سبتڪن جا سر وٺبا آهن. (12 + 12 + 4) يعني سا- سا- ري- ري- گا- گا- ما- ما- پا- ڌا — ڌا — ني- ني — الخ ٻيو سبتڪ. ان بعد ٻه ڏونڪا ڪٺي پيالن جي ڪنارن تي ضرب هڻي گهربل سر وٺبو ۽ مسلسل ٻنهي هٿن سان وڄائڻ ڪري هڪ آوازي صورت ٺهندي. هن ۾ جلترنگ جي وڄت لاءِ 16 پيالن ۾ پاڻي وجهبو آهي. جهن پيالن کي يا ته خالي ڇڏبو يا انهن ۾ ڪجهه ڳريون هلڪيون شيون مثلاً پارو شربت وغيره وجهبو آهي.

هنن پيالن جا سر ولڻ تمام ڏکيو عمل آهي. هاڻي ته ننڍڙيون پياليون ٽامي، پتل جون نڪري پيون آهن، جيڪي ازخود ڪنهن نه ڪنهن سر تي پڌل آهن ۽ وڄائڻ ۾ سوليون آهن. نه ته جلترنگ وڄائڻ محنت ۽ قابليت وارو ڪم هو. هندستان ۾ هن جي وڄائڻ جي ماهر خاتون ڊاڪٽر ٽري ديوي مسرا مشهور آهي. هي ساز سترهين صديءَ ۾ بال پنڊت، سنگيت پاريجات ۾ متعارف ڪرايو هو

**جل پري**: جل پريءَ کي انگريزيءَ ۾ 'Mermaid' سڏجي ٿو هي پاڻيءَ جو هڪ اهڙو خيالي جانور آهي، جنهن جو مٿيون اڌ حصو عورت جو ۽ هيٺيون اڌ حصو مڇيءَ جهڙو هوندو آهي. جل پريءَ جو تصور، سنڌ سميت سڄي دنيا ۾ موجود آهي. خاص ڪري يورپ جي اترين ملڪن، جن ۾ ناروي، سئيڊن، ڊينمارڪ، آئرلينڊ ۽ اسڪاٽ لينڊ جهڙا ملڪ اچي وڃن ٿا. اتان جي رهواسين کي جل پري جي هئڻ ۾ پختو يقين آهي. انهن ملڪن ۾ جل پري جي مورت اسڪولن ۽ ڪاليجن جي مونوگرام کان سواءِ ڪليسا گهرن جي دروازن



جل پريءَ جي هڪ خيالي تصوير

تي پڻ اڪريل هوندي آهي. جل پري ڏسڻ جي دعويٰ سڀ کان پهرين سورهين صديءَ ۾ مسٽر هينري هڊسن ڪئي هئي، جنهن کي 1608ع ۾ ساٿين سان گڏ اها ريمبلا ٻيٽن وٽ نظر آئي هئي. جل پري نظر اچڻ جي خبر 1809ع ۾ انگلنڊ جي 'The Time' اخبار ۾ ڇپي هئي.

1979ع ۾ انڊونيشيا جي بالي ٻيٽ تي به هڪ عورت جل پريءَ جي نظر اچڻ جي دعويٰ ڪئي هئي. ڪيترن ملڪن ۾ جل پريءَ کي نياڳ جي نشاني پڻ سمجهيو ويندو آهي ۽ دنيا جي ڪيترن ئي ملڪن ۾ اوڇتو ٻڏي ويل جهازن بابت سرڪاري طرح لکيو ويندو آهي ته "جهاز کي جل پريءَ ٻوڙيو" مشهور ڊراما نويس ۽ شاعر شيڪسپيئر ۽ ويهين صديءَ جي شاعر وليم بٽلر به پنهنجي ڊرامن ۽ شاعريءَ ۾ جل پريءَ جو ذڪر ڪيو آهي. سنڌ جي اديبن شاعرن به پنهنجي نثر توڙي نظم ۾ جل پريءَ کي استعاري ۽ تشبيهه طور استعمال ڪيو آهي.

**جلدسازي**: ڪتابن تي پوش چاڙهڻ جو هنر. هن هنر جي شروعات اوير جي دنيا کان ان وقت ٿي، جڏهن چمڙي جي ورقن جي حفاظت لاءِ گتي جا جلد استعمال ۾ اچڻ لڳا. يورپ ۾ ڇپائيءَ جي ۽ ڇپيل پنن کي موڙي سبڻ جو رواج عام ٿيڻ کان پوءِ جلد سازيءَ ۾ به ترقي ٿي، پوءِ هٿرادو جلد سازيءَ جي جاءِ مشينن اچي والاري. جلد سازي جي ڪيترن ئي پراڻن طريقن مان اڄ به ڪافي رائج آهن. جلدبنديءَ جا هيٺيان طريقا عام آهن.

**سلائيءَ وارو طريقو:** هن طريقي ۾ سيني پنن کي سلائي ڪري مٿان جُلدسازي ڪئي ويندي آهي. جڏهن ته مشيني جلدبازيءَ ۾ جلد الڳ تيار ڪري ڪتاب تي لڳايو ويندو آهي.

**جُز بندي وارو طريقو:** هن طريقي مطابق ڪتاب جي ٿورن ٿورن صفحن کي ملائي، هڪڙي ئي ڌاڳي سان سلائي ڪئي ويندي آهي. هن طريقي سان جلد ٿيل ڪتاب جي ورقن کي سولائيءَ سان ورائي سگهبو آهي.

جُلد بازيءَ ۾ جيڪي نوان طريقا وجود ۾ آيا آهن، انهن ۾ هڪ ڪامل جلد بازي (Perfect Binding) آهي، جنهن ۾ ڪتاب جي ورقن کي خاص قسم جي ڪئونر سان چنبڙائي ڇڏبو آهي، ان ۾ سلائي به نه ٿيندي آهي. ڪن صورتن ۾ سوراخ ڪري انهن ۾ تارون استعمال ڪيون وڃن ٿيون.

**جل ڏاٽا:** جل ڏاٽا ٻوٽي جو قد 1/3 ميٽر ڪان هڪ ميٽر تائين هوندو آهي. هن جا پن ڏاٽن سان ملن ٿا، انهيءَ ڪري هن جو نالو جل ڏاٽا رکيو ويو آهي.



هي هميشه پاڻيءَ جي پاسي ڪان ٿيندو آهي، انهيءَ ڪري به هن جو اهو نالو رکيو ويو آهي. هن ۾ ننڍڙا هيڊي رنگ جا گل ٿيندا آهن ۽ ان ۾ ننڍي آني وانگر ڦل ٿيندا آهن. جيڪي ٻڪن جي ڦل سان ملندڙ جلندڙ پر ننڍا هوندا آهن. هي ٻوٽو ندين نالين تي عام جام ٿئي ٿو. سنڌ ۾ پختونخواه صوبن ڪان سواءِ هندستان جي اتر پرديش، بنگال ۽ بهار ۾ به ٿئي ٿو هن کي سنسڪرت ۾ 'ڪاندير'، هنديءَ ۾ 'لتوڪري'، انگريزيءَ ۾ 'Celery Leaves' ۽ لاطينيءَ ۾ 'Ranunculus Sceleratus' چون ٿا. هن جو مزاج گرم ۽ خشڪ آهي.

**جل ڪنيي:** جل ڪنيي گهڻو ڪري تلائن ۽ ڍنڍن ۾ ترندي رهندي آهي. هن کي ٿڙ نه ٿيندو آهي. هن جا پن 3.2 ڪان 10 سينٽي ميٽرن تائين ٿيندا آهن، جيڪي ٽن حصن ۾ ورهائي سگهجن ٿا. هن کي عربيءَ ۾ 'سطرالتيس'، سنسڪرت ۾ 'جيلودپوتا'، 'لڪاشامولي'، بنگاليءَ ۾ 'تاڪاپنا'، اردو ۽ هنديءَ ۾ 'جل ڪنيي'، گجراتيءَ ۾ 'جلا ڪنيي' ۽ انگريزيءَ ۾ 'Water Soldier' چوندا آهن.

**جلم بن شيبان:** جلم بن شيبان، ملتان ۾ اسماعيلي حڪومت جو بنياد وجهندڙ هو ۽ 365هه/975ع ۾ ملتان پهتو هو. هن 372هه/ 982ع ۾ بنو سامہ قريشن جي حڪومت جو خاتمو آڻي، هتي فاطمي خليفي جي نالي جمعي جو خطبو جاري ڪرايو.

**جل مشعل جل** (ڪتاب): هي ڪتاب ناميارى صحافي امداد علي اوڊي جي آتم ڪٿا تي مشتمل آهي. هن ڪتاب ۾ ڪل ٽي ڀاڱا آهن: پهريون ڀاڱو: قومي جدوجهد. ڀاڱو ٻيو: صحافت ۽ ڀاڱو ٽيون: مختلف مضمونن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ مختلف ليکڪن امداد اوڊي جي شخصيت، صحافتي ڪيريئر ۽ سياسي ڪردار تي پنهنجا ويچار ڏنا آهن. ڪتاب جي بئڪ ٽائيٽل تي ڪامريڊ جام ساقيءَ جو تاثر شامل آهي. جيڪو لکي ٿو ته: "مون کي امداد جي انقلابي امنگن جي پوريءَ طرح ڄاڻ هئي، پر هو اهڙي خوبصورت ٻوليءَ ۾ لکي به سگهي ٿو ان جي خبر هينئر پئي آهي. سندس هي ڪتاب سنڌ جي عوام جو خاص طرح نوجوانن جو آواز آهي."




هن ڪتاب ۾ فوجي آمر ايوب خان خلاف جدوجهد، بنگلاديش جي آزادي، مختلف شاگرد تنظيمن جو نهڻ، ٻهارين جي سنڌ ۾ آبادڪاريءَ خلاف تحريڪ، 1973ع جي آئين، مزدورن ۽ هارين جي مسئلن، سامراجي پاليسين ۽ صوبن جي خودمختياريءَ جو تفصيلي ذڪر آهي. ان ڪانسواءِ ليڪ قومي جدوجهد جي حوالي سان پنهنجن ويجهن ساٿين ڪامريڊ جام ساقي، شهيد نذير عباسي، ڊاڪٽر جبار خٽڪ، سهيل سانگي، محمد خان سيال، احمد خان جمالي، ڊاڪٽر گهنشام پرڪاش، چُني لال واڌواڻي، اشفاق حسين جمالي ۽ سرفراز ميمڻ جو به تفصيلي ذڪر ڪيو آهي.

هن ڪتاب ۾ رنگين تصويرون به ڏنل آهن. ڊيمي سائيز ۾، پڪي جلد سان هي ڪتاب 415 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن کي سجاڳ پبليشرز ڪراچي 2010ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. هن ڪتاب جي قيمت 250 روپيا آهي.

**جلندر** (Ascites): جلندر اهڙي مرض جو نالو آهي، جنهن ۾ پيٽ ۾ پاڻي گڏ ٿي ويندو آهي. هيءَ مرض گهڻو ڪري جيري جي بيمارين جي ڪري ٿئي ٿو ۽ اسان جي ملڪ ۾ عام آهي. هيءَ بيماري اسان جي ملڪ ۽ ايشيا جي ٻين ملڪن جهڙوڪ: هندستان، سريلنڪا، انڊونيشيا، ملائشيا، چين ۽ جپان ۾ به عام آهي. آفريڪا ۾ هي مرض اوڀر آفريڪا، ڏکڻ آفريڪا، سينيگال ۽ نائيجيريا ۾ عام آهي. الهندن ملڪن ۾ يورپ، اتر آمريڪا، ڏکڻ آمريڪا ۽ خاص ڪري چليءَ ۾ به هي مرض ڪافي عام آهي. طبي تاريخ جي مشاهدي مان معلوم ٿئي ٿو ته هيءَ نهايت پراڻو مرض آهي، جنهن جو ذڪر قديم طبي ڪتابن ۾ ٿيل آهي. طبي تاريخ شاهد آهي ته قديم مصري طب جا ماهر تقريباً 1500ق.م ان ڳالهه ڪان واقف هئا ته جيري جي بيماريءَ جي ڪري پيٽ ۾ گهڻي مقدار ۾ پاڻي جمع ٿي سگهي ٿو. اٽڪل 250 سال ق.م ايريسسٽريٽس (Erisistratus) اهو مشاهدو ڪيو ته جن مريضن جو جيرو سخت ٿي سڪي وڃي ٿو ته اهڙن مريضن جي پيٽ ۾ ڪافي پاڻي جمع ٿي وڃي ٿو 20 ق.م ۾ سيلس (Celsus) هن مرض جو علاج اهو تجويز ڪيو ته اهڙن مريضن جي پيٽ مان پاڻي ڪڍجي ته اهي ٺيڪ ٿي ويندا. پال آف ايگينا (Paul of Aegina) اهو پهريون شخص هو، جنهن ستين صدي عيسويءَ ۾ ٽامي جي ٺهيل هڪ نلي مريض جي پيٽ ۾ وجهي پاڻي ڪڍيو ۽ اهڙي طرح سيلس جي تجويز جو عملي ثبوت مهيا ڪيو جيڪا هن 20 ق.م ڏني هئي. هي مرض مختلف صدين ۾ مختلف نالن سان سڏيو ويو، پر هن بيماريءَ جو نالو 'Ascites'، جيڪو هاڻي سموري

دنيا ۾ مجيو وڃي ٿو. ٽريويز (Trevisa) نالي هڪ شخص 1398ع ڌاري وڌو. هن اهو لفظ ايسڪوس (Askos) مان ورتو جنهن جي معنيٰ آهي: ٿيلهو. جلندر جو مرض مختلف سبب جي ڪري ٿئي ٿو جيڪي هن ريت آهن:

1. **جيري جون بيماريون:** هي بيماريون ٿي گهڻو ڪري جلندر جو مرض پيدا ڪنديون آهن. جيري جي سيني بيمارين مان سڀ کان مکيه بيماري آهي، جيري جو سڪي سخت ٿي وڃڻ، جنهن کي 'Cirrhosis of Liver' چئبو آهي. ان کان سواءِ جيري جي ٻين بيمارين ۾ به پيٽ ۾ پاڻي پئجي سگهي ٿو. انهن ۾ سائي يا ڪامڻ (Hepatitis Viral) جيري ۾ مغزجي ڪن حصن ۾ ٽامي جا ذرا گڏ ٿي وڃڻ، جيري جو ناسور، پتي ۾ پتي جي نالين جون بيماريون شامل آهن:
2. سلهه جو مرض،
3. مختلف قسمن جا پيٽ جا ناسور،
4. ٻڪين جون بيماريون،
5. دل جو پورو ڪم نه ڪرڻ (CCF).

جلندر جي مرض ۾ پيٽ ۾ پاڻي ڇو ٿو جمع ٿئي؟ ان جا به وڏا سبب آهن:

1. جيرو جيڪو عام طرح ٻين شين سان گڏ چربي به ٺاهيندو آهي. سو چربي ٺاهڻ بند ڪندو آهي يا ڪن بيمارين جي ڪري ٺاهي نه ٿو سگهندو آهي. نتيجو اهو نڪري ٿو ته رت جو دٻاءُ (Osmotic Pressure) گهٽ ٿو ٿي وڃي.
2. جيري ڏانهن رت کڻي وڃڻ واري نس ۾ خون جو دٻاءُ وڌي وڃڻ.

هيءَ مرض گهڻو ڪري آهستي آهستي شروع ٿيندو آهي، پر ڪن حالتن ۾ هڪدم ۽ تکڙو به شروع ٿي سگهي ٿو. مريض گهڻو ڪري اها شڪايت ڪندو آهي ته سندس پيٽ آهستي آهستي وڏي رهيو آهي يا سندس ڪپڙا سوڙها ٿيندا ٿا وڃن ۽ ڪيس بار بار ويڪرا ڪپڙا نهرائڻا پون ٿا. ڪن حالتن ۾ اهو به ٿي سگهي ٿو ته مريض کي پيٽ جي وڌڻ جي پروڙ بلڪل نه ٿي پوي. هن ۾ اهڙا مريض شامل آهن، جيڪي ٿلها هوندا آهن يا سندن اهڙي حالت هوندي آهي، جو سندن پيٽ ۾ پاڻي آهستي آهستي گڏ ٿيندو ويندو آهي. آهستي آهستي پيٽ وڌڻ جي ڪري پاسن ۾ چڪ ٿيندي آهي ۽ ڪي مريض ڪرنگهي جي هيٺين پاسي سور به محسوس ڪندا آهن. جلندر جي مريض کي بدهضميءَ جي عام شڪايت هوندي آهي، ان کان سواءِ پيٽ جي مٿئين حصي ۾ ڇاتيءَ جي وچ واري هڏي جي پنيان ساڙو پيدا ٿيندو آهي. دل ڪچي ٿيڻ، الٽي اچڻ، بک نه لڳڻ ۽ پيٽ ۾ سور جون عام شڪايتون آهن. تمام گهڻي پاڻي گڏ ٿيڻ جي حالت ۾ ساهه کڻڻ ۾ رڪاوٽ ۽ ڏکيائي به ٿيندي آهي. ان سان گڏ گهڻن مريضن کي پيرن ۽ جنگهن تي سوڄ به پيدا ٿيندي آهي، جنهنڪري بوٽ پائڻ ۾ ۽ ڪن حالتن ۾ گهمڻ ۾ به تڪليف پيدا ٿيندي آهي. ڪن مريضن ۾ سائي به هوندي آهي. پيشاب گهٽ ايندو آهي ۽ قبضيءَ جي شڪايت به عام ٿيندي آهي. ڪن مريضن کي موڪا به ٿي پوندا آهن، جن مان رت وهڻ ڪري مريض ڪافي ڪمزوري محسوس ڪندو آهي. ڪن مريضن کي وات مان رت به ايندو آهي. کنگهه، بخار ۽ ڪمزوري پڻ عام شڪايتون آهن. جلندر جي مريض جو منهن سنهڙو ٿي ويندو آهي. جڏهن تپاس ڪبي آهي ته هي نشانيون نظر اينديون آهن:

1. منهن جا هڏا نڪتل، چمڙي ۾ زبان خشڪ، اکيون اندر پيٺل ۽ ٻانهون گوشت گهري وڃڻ جي ڪري سنهڙيون هونديون آهن.
2. پيٽ وڏيل نظر ايندو آهي ۽ پيٽ جي کل ڇلڪندڙ ۽ سنهي ٿي ويندي آهي، جنهن مان نسون ظاهر ٿينديون آهن. ڪن جي پيٽن تي ته ڏنين جيان نشان به نظر ايندا آهن ۽ دن ٻاهر نڪتل هوندو اٿن.
3. ڪن مريضن کي چن به ٿئي، ڪن مريضن جي پيٽ مٿان اڇيون ليڪون به نظر اينديون آهن. ڪن حالتن ۾ ڦڦڙن جي پردي ۾ پاڻي به ڀرجي ويندو آهي. پيرن تي، خاص طرح مرين ۽ ٽنگن تي سوڄ ٿيندي آهي.
4. جيرو وڏي وڃڻ ۽ پٿرجهڙو سخت ٿيڻ، گهڻن مريضن ۾ تري وڏيل هوندي آهي، رت جي گهٽتائيءَ ڪري دل جي رفتار جو وڌي وڃڻ ۽ پيٽ ۾ پاڻيءَ جي ڪري دل جو مٿي کڄي وڃڻ. جلندر جي سڃاڻپ لاءِ هيٺيون تپاسون مددگار ٿينديون آهن:

1. پيٽ مان سئيءَ وسيلي ٿورڙو پاڻي ڪڍي، ان جي تپاس (Diagonstic Aspiration). ڪبي آهي. پيٽ مان نڪتل پاڻيءَ ۾ هيٺيون خاص ڳالهيون هونديون آهن. (الف) رنگ هلڪو سائو ليمي جي پاڻيءَ جهڙو هيڊو يا ڳوڙهو سائو هوندو آهي. جيري جي ناسور ۾ رنگ ڳاڙهو هوندو آهي. (ب) مقدار ڪجهه سؤ ملي لٽرن کان اٽڪل ستر لٽرن تائين هوندو آهي. (ج) پروٽين 1 کان ٻه گرام هوندي آهي، سلهه جي مرض ۾ اٽڪل 4 گرام يا ان کان به وڌيڪ هوندي آهي. (د) باريڪ بين جانچ ذريعي جيري جي بيمارين ۾ ڪجهه جزا نظر ايندا آهن. پر سلهه جي مرض ۾ اهي جزا گهڻو وڌي ويندا آهن. 'جيري جي ناسور' ۾ ناسور وارا جزا خاص طرح ڏسڻ کپن. (هه) جيري جي بيمارين ۾ جيوڙا گهڻو ڪري نظر نه ايندا آهن. البت سلهه جي مرض ۾ 'سلهه جو جيوڙو' خاص طرح ڏسڻ گهرجي.
2. **پيشاب جي تپاس:** پيشاب جو مقدار گهٽجي ويندو آهي، ڪن حالتن ۾ پيشاب ۾ چربي به اچي سگهي ٿي ۽ لوڻ گهٽجي ويندو آهي.
3. **جيري جي ڪم ڏسڻ جون تپاسون:** جهڙوڪ رت ۾ سائيءَ جو مقدار (Serun Bilirubin) ۽ رت ۾ پروٽين جو مقدار (Plasma Proteins).
4. **ايڪسري (Radiology):** (i) ڇاتيءَ جو فوٽو، خاص طرح جيري جي بيمارين ۽ سلهه جي مرض ۾، (ii) ڪاڏي جو اڇي دوا پيارڻ کان پوءِ فوٽو (Oesophagogram)، (iii) تريءَ ۽ رت جي نالين (نسن) ۾ دوا داخل ڪري فوٽو وٺڻ (Lostope Liver Scanning)، (IV) سئي هڻي جيري جي مادي جي تپاس (Needle Biopsy of Liver).

وڌيڪ خرابيون (Complications) هيٺ بيان ڪجن ٿيون:

1. **بيهوشي طاري ٿيڻ:** هيءَ هڪ خطرناڪ علامت آهي. هن حالت ۾ آنڊي مان آنڊل زهريليون شيون جيري ۾ صاف ٿيڻ بجاءِ، رت جي نالين وسيلي سڌو دماغ ۾ پهچي، خراب اثر پيدا ڪن ٿيون ۽ مريض تي بيهوشي طاري ٿي وڃي ٿي.
2. **وات مان رت اچڻ (Haematemesis):** هيءَ به هڪ خطرناڪ خرابي آهي. هن جو سبب هيءَ آهي ته ڪاڏي جي ناليءَ جي هيٺين حصي جون نسون ڦاٽي پونديون آهن ۽ وات مان رت ايندو آهي.

**علاج:** هن بيماريءَ ۾ آرام ڪرڻ ۽ اسپتال ۾ داخل ٿيڻ گهرجي. جلندر جي مريض لاءِ آرام ضروري آهي ۽ جيترو ٿي سگهي ته اهڙن مريضن کي علاج لاءِ اسپتال ۾ داخل ڪيو وڃي. اسپتال ۾ رهڻ لاءِ ڪا خاص مدت درڪار نه هوندي آهي، پر مريض کي ايستائين آرام ڪرائڻ ضروري آهي، جيستائين سندس سوڄ لهي، پيٽ ۾ پاڻي گهٽ ٿئي ۽ مريض جي عام حالت سڌري. بيماريءَ دوران مريض جي روز تور وٺجي ۽ پيشاب ۽ پاڻي پيئڻ جي مقدار جو اندازو 24 ڪلاڪن جو پني تي درج ڪيو وڃي. ڪاڌي ۾ لوڻ جو مقدار گهٽائڻ نهايت لازمي آهي، پر جيئن ته اسان جي ملڪ جي گهڻن علائقن ۾ مريضن کي پگهر وغيره نڪرڻ ڪري بدن مان لوڻ ڪافي ضايع ٿو ٿئي، ان ڪري ڪاڌي ۾ لوڻ بلڪل بند ڪرڻ مناسب نه آهي، پر ان جي بجاءِ گهٽ لوڻ وارو ڪاڌو (Salt Restricted Diet) مريض کي ڪرائجي. جنهن ۾ مريض چگن پلن جي پيٽ ۾ لوڻ جو چوٿون حصو يا وڌ ۾ اڌو اڌ استعمال ڪري. اها پابندي ايستائين ضروري آهي، جيستائين مريض جي جسم تان سوڄ لهي وڃي ۽ پيٽ مان پاڻي ختم ٿي وڃي. پيشاب نيڪال ڪندڙ دوائون، پيٽ مان پاڻيءَ کي سڪائڻ لاءِ ڪتب اينديون آهن ۽ مختلف دوائون استعمال ڪيون وينديون آهن.

**جلندر ڪيڏارو** (راڳڻي): هيءَ بلاول ٺاٽ جي اوڙو راڳڻي آهي. گنڌار ۽ نکاد ممنوع سر آهن. هي راڳڻي جلندر ۽ ڪيدار جي ميلاپ سان ناهي وئي آهي. هن ۾ تيور مڌم جو استعال ڪو نه ٿئي. ڪيدار ۽ هن ۾ فرق اهو آهي جو ڪيدار جي پور وانگ ۾ گنڌار ۽ اترانگ ۾ نکاد ڪمزور هوندا آهن. پر جلندر ڪيدار ۾ اهي سر ممنوع آهن. رکب ۽ ڌيوت تي گهڻو زور رهي ٿو.

ورن: اوڙو- اوڙو وادي سر: مڌم سموادي سُر: رکب

هن جي ڳائڻ جو وقت، رات جو ٻيو پهر آهي. هن جي آروهي: ساري سا ما پا ڌا نا ۽ امروهه: سا ڌاپا ما ما ڌا پا ما ري سا آهي، جڏهن ته خاص تان: ڌا پا ري سا ما آهي.

**جل نيم:** هي پاڻيءَ جي ندين، نالين ۽ گٽرن ويجهو ٿيندڙ ننڍڙي ٻوٽي آهي، جيڪا ٻاروهي سرسبز هوندي آهي. هيءَ ڏهن سينٽي ميٽرن کان ٽيهن سينٽي ميٽر تائين ڊگهي ٿئي ٿي. گهڻو ڪري زمين تي پکڙيل هوندي آهي. هن جي هر هڪ ڳري مان پاڙ نڪري ٿي. هن جا پن لوٽڪ جي پنن سان ملندڙ جلندڙ، پر انهن کان ڪجهه ننڍا ٿين ٿا ۽ هن جي هر ڳنڍ وٽ ٻه ٻه پن هوندا آهن. جيڪي ڇهه کان پنجويهه ملي ميٽر ڊگها ۽ ڏهه کان پنجويهه ملي ميٽر ويڪرا هوندا آهن. هن جو ذائقو ڪڙو ٿئي ٿو گل پنن جي پاڙ ۾ لڳل هوندا اٿس. هن کي سنسڪرت ۾ سجل اوپوا، هندي ۽ اردوءَ ۾ جل نيم، بنگالي، برمي ۽ گجراتيءَ ۾ بان، بلوچيءَ ۾ سجوربن ترشڪو انگريزي ۾ 'Bacoa' ۽ لاطينيءَ ۾ 'Herpestismonuiera Bacopamonniera' چيو وڃي ٿو هيءَ سنڌ ۾ اڪثر هنڌن تي ملي ٿي. هن جو مزاج گرم ۽ خشڪ آهي.

**جلوالي:** محمد بن قاسم جي ڪاهه وقت 'جلوالي' مهراڻي درياهه جي ڪا هڪ ننڍي شاخ هئي. چچ نامي جي اصل فارسي متن ۾ "جوئي جلوالي" ڪري ڄاڻايل آهي. يعني "جلواليءَ جو ڍورو". ان مان ظاهر ٿئي ٿو ته اها شاخ برهمڻ آباد شهر جي اڀرندي طرف وهندڙ هئي ۽ محمد بن قاسم برهمڻ آباد تي چڙهائي وقت هن جي ڪناري تي اچي ڪئمپ لڳائي هئي ۽ پوءِ آهستي آهستي ڦري 'جرواري' ۽ 'جراڙي' وٽ رسيو هو. جراڙي جو ڳوٺ شهدادپور کان 10 ميل اوپر طرف اڄ ڏينهن تائين مهراڻ جي قديم ڍوري يا شاخ جي قديم نالي جي يادگار طور موجود آهي. ميجر جنرل هيگ جنهن 1873ع ۾ مهراڻ جي مڙني ڍورن جي ماپ ڪئي. جلوالي شاخ جي پيٽ جو عرب جاگرافيائي نويسين جي بيانن ۽ پنهنجي معائني جي بنياد تي پورو پورو پتو ڏنو آهي، اڄ به سندس بيان موجب هيءَ شاخ سڪرنڊ کان 10 ميل اوپر طرف ڪلري وٽان مکيه درياهه مان نڪري هيٺ منصوره جي اوپر پاسي کان وهي (ڏکڻ طرفان ور ڪري) منصوره کان 10 ميل ڏکڻ-اولهه طرف اچي (مکيه درياهه) لوهاڻي ۾ گڏبي هئي. ان جي جملي ڊيگهه يقيني طور 50 ميل کن هوندي. اها شاخ عرب جاگرافيائي نويسين مهراڻ درياهه جي پيٽ واري سڌي قطار جي ڏاکڻي حصي ۾ اڌ گول جي صورت ۾ ڏيکاري آهي. انهيءَ قديم ڍوري جا نشان ڪٿي ڪٿي اڃا تائين موجود آهن. هن وقت اهو نالو شهدادپور تعلقي جي هڪ ديهه جو آهي، جيڪا نوابشاهه کان 3 ميل اوپر طرف آهي.

**جلوه گاهہ امامين:** جلوه گاهہ امامين جي مقدس جاءِ ٺٽي شهر ۾ مڪلي تي واقع آهي. سنڌ جي مستند تاريخ مڪلي نامه ۾ مير علي شير قانع ٺٽوي ۽ تحفة الطاهرين ۾ شيخ محمد اعظم ٺٽوي جلوه گاهہ امامين بابت لکن ٿا ته: "جلوه گاه امامين تمام مقدس ۽ بابرڪت هنڌ آهي، جنهن هنڌ جلوه گاهہ امامين آهي. شروعات ۾ بلڪل صاف ميدان هو، سڀ کان پهرين هڪ ٻڪرار انهيءَ سرزمين جي اسرار کي دريافت ڪيو روايت آهي ته اهو ٻڪرار روزانو مڪليءَ تي ٻڪريون چاريندو هو ٻڪريون چرنديون چرنديون جڏهن انهيءَ هنڌ پهچنديون هيون ته نهايت خاموشيءَ ۾ هڪ غير معمولي حالت سان انهيءَ کان پاسو ڪري اڳتي وڌي وينديون هيون. ٻڪرار روزانو اهو تماشو ڏسندو رهيو، پر خبر نه ٿي پيس ته سبب ڪهڙو آهي. هڪ ڏينهن انهيءَ جاءِ تي ٻڪرار هڪ ولي ۽ بزرگ کي نهايت ادب ۽ احترام سان دعا گهرندي ڏٺو ٻڪرار اڳتي وڌي انهيءَ بزرگ کان حقيقت حال پڇي ۽ پنهنجي ٻڪرين جو سڄو قصو پڻ ٻڌايائينس. بزرگ هن کي چيو ته: هي جاءِ الله جي پاڪ ۽ برگزيده هستين جي آهي، ملڪ ۽ ملڪوت جو عالم به انهن جي حڪم جا تابع ۽ اطاعت ڪندڙ آهن.


جلوه گاهہ امامين

اهو واقعو جام نظام الدين جي دؤر (866هه/1461ع -914هه/1508ع) کان اڳ جو چيو وڃي ٿو جام نظام الدين جي دؤر ۾ مخدوم احمد ۽ مخدوم محمد

(مخدوم اسحاق پٽي هالائي جا پٽ) هڪ دفعي زيارت لاءِ آيا ۽ مختلف زيارتون ڪندا جڏهن انهيءَ جاءِ تي پهتا ته نهايت ئي ادب ۽ احترام سان پيرين اگهاڙا خشوع ۽ خضوع سان دعائون گهرڻ لڳا. ماڻهن هنن کان پڇيو ته خالي پٽ مٿان دعائون چو ۽ ايڏو ادب ڇا جي ڪري؟ جنهن تي ٻانهن ٻڌايائون ته: هي اها جاءِ آهي، جنهنجو رتبو بہ افضل آهي. انهن ٻنهي بزرگن اها ڳالهہ ظاهر ۽ مشهور ڪئي تہ انهيءَ مقدس سرزمين تي جلوه جمال جهان آرائي حضرت امامين ڪريمين ڏسڻ ۾ ايندو آهي، جنهن ڪانپوءِ هرڪو انهيءَ مقدس سرزمين جو احترام ڪرڻ لڳو ۽ هر خاص وعام جي لاءِ هڪ مقدس زيارتگاهہ بنجي پئي. مخدوم احمد ۽ مخدوم محمد جي زماني ۾ هن جو مرتبو ۽ شرف مشهور ٿيو. پر هن زمين جي حدبندي سڀ کان پهرين ميان ملوڪ شاهہ نالي هڪ بزرگ ڪئي، روايت آهي تہ هڪ ڏينهن حقيقت ۽ معرفت جو صاحب ميان ملوڪ شاهہ هن سرزمين جي واٽ کان اچي لنگهيو ۽ اتي هن عظيم ۽ مقدس نورن جي نور جي تجلي ڏسي هڪدم ادب وچان سجدي ۾ ڪري پيو. جنهن سبب سندس چهرو نوراني ٿي پيو. ان ڪري ميان ملوڪ شاهہ ان سرزمين چوڌاري پٿيون ڪٽائي حدبندي ڪري ڇڏي.

جڏهن نواب سيف الله خان ٺٽي جو نواب ٿي آيو، تڏهن هن نواب پنهنجي دور ۾ ميان ملوڪ شاهہ جي تعميرات (جيڪا زبون حالت ۾ هئي) ڍهرائي. 1140 هہ/ 1727ع ۾ پڪي پختي اڏاوت ڪرائي. جنهن ڪانپوءِ مختلف دؤرن ۾ مختلف مخير ماڻهن هن مقدس زمين تي جدا جدا اڏاوتون ڪري پنهنجا پنهنجا نشان ڇڏيا.

انهيءَ مقدس عمارت جي ڪلهوڙن جي دؤر ۾ ميان نور محمد خان ڪلهوڙي جي پٽ خداداد خان ۽ ٽالپرن پڻ مرمت ڪرائي ۽ انهن ڪانپوءِ هر دؤر ۾ مرمت ٿيندي آئي آهي. اهو ئي سبب آهي جو اڄ تائين اها عمارت سالم ۽ سلامت آهي. جلوه گاهہ امامين جي احاطي ۾ داخل ٿيڻ لاءِ اتر کان اوپرائينءَ ڪنڊ ۾ هڪ ننڍو ڪاٺ جو دروازو آهي، اهو دروازو نواب سيف الله جو لڳرايل آهي. انهيءَ دروازي جي مٿان هيٺيون ڪتبو پٿر جي ننڍيءَ تختيءَ تي اڪريل آهي:

ان الله وملائكته يصلون علي النبي
يا ايها الذين آمنو صلو عليہ وسلموا تسليما.
1140هہ

جلوه گاهہ امامين جي پهرئين صحن کي طئہ ڪري ڏاڪڻين پٽ کان ٻاهر ٿبو تہ هڪ ٿل نظر ايندو ان جي مٿان هڪ پٿر نصب ٿيل آهي، جنهن تي ٻن قدمن جا نشان آهن. هڪ روايت مطابق اهي نشان نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ۽ ٻي روايت مطابق اهي نشان امير المؤمنين حضرت علي ابن ابي طالب عليہ السلام جي مبارڪ قدمن جا نشان آهن. ٺٽي جي گورنر نواب سيف الله خان جنهن جلوه گاهہ امامين جي مقدس زمين تي زيارتگاهہ لاءِ هڪ عمارت ٺهرائي هئي، تنهن کي وصيت مطابق جلوه گاهہ امامين جي پر ۾ دفن ڪيو ويو. سندس قبر جلوه گاهہ امامين جي اوپارين پٽ سان لڳ هڪ چوڌيواريءَ اندر آهي، نواب سيف الله خان جي دفن ٿيڻ ڪانپوءِ جلوه گاهہ امامين جي ٻاهر واري زمين اهل تشيع جي مقام يا قبرستان جي صورت اختيار ڪري ورتي. موجوده دور جو نامور ترقي پسند اديب ناصر مورائي پڻ هتي دفن ٿيل آهي. نواب سيف الله جي قبر مٿان هڪ ڪتبو لڳل آهي، جنهن تي هي الفاظ اڪريل آهن: (مڪلي نامي موجب)

(1) يا الله
(2) اللهم صل
(3) عَليٰ محمد المصطفيٰ و عَلي
(4) المرتضيٰ و فاطمة الزهراءِ
(5) والحسن والحسين و علي
(6) زين العابدين و محمد الباقر و
(7) جعفر الصادق و موسيٰ الكاظم
(8) و علي الرضا و محمد التقي و علي
(9) النقي والحسن العسكري و محمد
(10) المهدي صاحب الزمان صلوات
(11) الله و سلام عليهم
(12) اجمعين
(13) سيف جنگ خلد منزل از دلي
(14) كز و فاتش خلق مشتاق فنا ست
(15) از براءِ جستن تاريخ او نكته
(16) سنجان راز فكرش جان بكاست بلبل
(17) طبعم ز غم نا ليد و گفت دست وي بادامن
(18) آلِ عباست
(19) نهم ذي قعده

هن قبرستان ۾ ايران جو مشهور شاعر آقا محمد ڪريم اصفهاني 'عاشق'پڻ دفن ٿيل آهي. هي اصفهان مان لڏي اچي ٺٽي ۾ مقيم ٿيو ۽ هتي ئي 1155هہ/ 1742ع ۾ وفات ڪيائين.

**جليانوالا باغ واقعو:** 1916ع ۾ لکنو معاهدي بعد ٿوري عرصي لاءِ هندستان ۾ هندو مسلم اتحاد پيدا ٿي ويو. پهرين جنگ عظيم هلندي هندستان جي آزادي پسندن ملڪ جي نجات لاءِ خفيہ سرگرميون شروع ڪري



ڇڏيون هيون. انگريز حڪمرانن کي اهڙي چرپر تي پريشاني ٿي. جسٽس سڊني کي جانچ ڪري رپورٽ ڏيڻ لاءِ چيو ويو. رولٽ صاحب 30 اپريل 1918ع تي، سرڪار کي سموري ماجرا بابت تحقيقاتي رپورٽ پيش ڪئي. ان ريت

امپيريل ليجسليٽو ڪائونسل ۾ هڪ بل پيش ڪيو ويو هن بل جي ڏيوبهه غير سرڪاري ميمبرن مخالفت ڪئي. ان هوندي به بل پاس ٿي قانون بڻجي ويو ان ائڪٽ (قانون) کي رولٽ ائڪٽ سڏيو ويو هن قانون موجب حريت پسندن کي ڪچلڻ لاءِ سرڪار کي لامحدود اختيار ملي ويا. مسٽر جناح ۽ گانڌي صاحب سميت اڪثر ليڊرن هن قانون جي سخت مخالفت ڪئي. نتيجي طور سمورو هندستان انگريز سرڪار جي خلاف اٿي ڪڙو ٿيو

ان وقت پنجاب جو ليفٽيننٽ گورنر اوڊائر (O'Dwyer) هو. پاڻ هند واسين سان سخت نفرت ڪندو هو ۽ بادشاهي ذهنيت جو مالڪ هو. رولٽ ائڪٽ پاس ٿيڻ سان سڄو ملڪ ٻري رهيو هو هندو ۽ مسلم مت ڀيد ڪان هٽي ڪري سمورو ملڪ انگريزن خلاف ٿي چڪو هو. اوڊائر ٺه ڪري ڇڏيو هو ته پنجاب ۾ ڪو به سياسي جلسو يا جلوس ٿيڻ نه ڏيندو. اهڙين حالتن ۾ گانڌي پنجاب وڃڻ جو اعلان ڪيو صورتحال جو اندازو ڪري حالتن تي ضابطو رکڻ لاءِ، امرتسر ۾ ڊاڪٽر سيف الدين ڪچلو ۽ ڊاڪٽر ستيه پال کي گرفتار ڪيو ويو 09 اپريل 1919ع تي گرفتارين خلاف شهر ۾ عوام جو وڏو هجوم گڏ ٿي ويو. پوليس ڪارروائي ڪئي، نتيجي ۾ عوامي احتجاج ۾ ٻن بينڪن کي ساڙيو ويو ۽ ٻه بينڪ عملدار به مارجي ويا. 10 اپريل تي جنرل اوڊائر (O'Dwyer) کي جالنڌر مان امرتسر پهچڻ جو حڪم مليو. ڊاير سان 475 انگريز ۽ 710 هندستاني فوجي گڏ هئا. 13 تاريخ تي صبح جو جنرل شهر جو دورو ڪيو ۽ اوٺيهه جاين تي اعلان ڪيو ته امرتسر ۾ ڪو به جلسو يا جلوس ٿيو ته ان کي سختيءَ سان ڪچليو ويندو. شام جو چئين وڳي جنرل کي جليانوالا باغ ۾ سياسي جلسي جو اطلاع مليو. سخت غصي ۾ ڀريل جنرل اوڊاير باغ طرف پيش قدمي ڪئي ۽ عوام تي فائرنگ جو حڪم ڏنو. پندرهن منٽن جي فائرنگ ۾ ڪل 379 ماڻهو مارجي ويا ۽ 1200 زخمي ٿيا.

هن واقعي کان پوءِ پنجاب ۾ مارشل لا جو اعلان ڪيو ويو. اتي جي عوام تي گهڻي سختي ڪئي وئي. هن قتل عام تي خود انگلنڊ جو عوام ٻن حصن ۾ تقسيم ٿي ويو. هڪ حصي واقعي جي مخالفت ۽ ٻئي حصي حمايت ڪئي. جنرل ڊائر ۽ ليفٽيننٽ گورنر پنجاب جا ظالماڻا قدم، تحريڪ آزاديءَ کي سرگرم ڪرڻ لاءِ ڪارائتا ثابت ٿيا. نيٺ انگريزن کي 1947ع ۾ هندستان ڇڏڻو پيو

**جماڙائي:** تعلقي لاڙڪاڻي جي هڪ ديهه جو نالو آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سلطان جماڙائي، ڪوڙو خان گاڏهي، عثمان جماڙائي (ارباب جماڙائي)، بهاول گاڏهي، عثمان سامٽيو، ڳڙهي تخترام پيرزادو، علي خان ڪناسرو، محمد صديق ڪناسرو، ميربحر، بوران علي آباد (سرائي سلطان سامٽيو) ۽ سهاهيو مغيري.

**جماري:** هيءَ ڪرمتي جت بلوچن جي قبيلي جو نالو آهي. هن ذات سان تعلق رکندڙ ماڻهو ميرپور ساڪري ۾ رهن ٿا. هن جي خاص پاڙن ۾: احمداڻي، بنگلاڻي، چاڪراڻي، حسناڻي، زرياڻي، سالاراڻي، قاضياڻي، قيصراڻي، ڪنداڻي، فتحياڻي، علوداڻي، منناراڻي، ننداڻي، ننگراڻي، نهالاڻي ۽ ورياڻي شامل آهن.

**جماعت اسلامي:** هيءَ مذهبي ۽ سياسي پارٽي آهي. جماعت اسلامي جو بنياد 26 آگسٽ 1941ع تي اسلاميه پارڪ لاهور ۾ جماعت جي باني سيد ابو الاعليٰ مودوديءَ جي رهائشگاهه تي عمل ۾ آيو. جماعت اسلامي جو پاڪستان جي قيام جي لاءِ جدا رويو هو هڪ پاسي هيءَ جماعت پنهنجي




لٽريچر جي ذريعي به قومي نظرئي جو پرچار ڪري رهي هئي ۽ ٻئي پاسي پاڪستان جي لاءِ هلندڙ تحريڪ کان الڳ رهي. 1946ع جي چونڊن ۾، جنهن جي ڪاميابي تي پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ جو دارومدار هو، جماعت اسلاميءَ حصو نه ورتو ۽ مسلم ليگ يا پاڪستان جي حق ۾ راءِ ڏيڻ کان ڪناره ڪشي ڪئي ۽ جڏهن پاڪستان جو قيام ٿيو ته هن جماعت اهو موقف اختيار ڪيو ته جيئن ته مسلم ليگ 1946ع جي چونڊن ۾ "پاڪستان جو مطلب ڇا: لا اِلٰهَ اِلاالله" جي نعري تي ڪاميابي ماڻي آهي، ان ڪري هاڻي پاڪستان کي هڪ مڪمل اسلامي رياست بڻائڻ نه صرف حڪمرانن جي، پر هن جماعت جي به ذميواري آهي. هيءَ جماعت مغربيت، سرمائيداري، اشتراڪيت، سيڪيولرزم وغيره جي مخالف رهي آهي.

جماعت اسلامي چونڊن ۾ ڪاميابيءَ جي حوالي سان پاڪستان جي ڪا وڏي پارٽي نه آهي، پر جنرل (ر) پرويز مشرف جي صدر ٿيڻ کان پوءِ جيڪو بلدياتي نظام لاڳو ٿيو ان ۾ ڪراچيءَ جو سِٽي ناظم، جماعت اسلاميءَ جو مولانا نعمت الله چونڊيل هو. ماضي قريب ۾ هن جماعت جو مرڪزي امير ملڪي سماج تي اهم سياسي اڳواڻ جي حيثيت رکندڙ قاضي حسين هو ۽ هينئر هن جماعت جو امير سيد منور حسين آهي.

مشرف دؤر ۾ متحده مجلس عمل (ايم. ايم. اي) ٺهڻ کان پوءِ ٻين ديني پارٽين سان گڏ جماعت اسلامي به وڏيڪ منظر تي رهي.

جماعت اسلاميءَ ۾ عورتن جي شاخ به قائم ڪيل آهي. جماعت طرفان اشاعت جو ڪم به جاري آهي، ان سلسلي ۾ اسلام ۽ اخلاقيات تي ڪتابن ۽ ڪئسيٽن جون نمائشون به منعقد ڪيون وجن ٿيون.

**جماعت اهلسنت:** هيءَ جماعت ملڪ گير مذهبي ۽ غير سياسي تنظيم آهي، جيڪا 1920ع ۾ ڪراچيءَ ۾ قائم ڪئي وئي. 17 آڪٽوبر 1978ع تي ملتان ۾ ٻه روزه ڪل پاڪستان سني ڪانفرنس منعقد ٿي، جنهن جي انعقاد جو مقصد مسلمانن ۾ شعور پيدا ڪرڻ، انهن کي مذهبي سطح تي منظم ڪرڻ هو هن ڪانفرنس ۾ علامه سيد احمد سعيد ڪاظميءَ کي جماعت جو مرڪزي صدر ۽ حاجي محمد فضل ڪريم کي ناظم اعليٰ چونڊيو ويو. هن جماعت جي زير اهتمام ملڪ ۾ وڏي تعداد ۾ ديني مدرسا هلي رهيا آهن، جن ۾ هزارن جي تعداد ۾ طالبن کي ديني تعليم ڏني وڃي ٿي. جماعت جو هڪ اهم منصوبو سني بيت المال جو قيام آهي.

**جماعتي راڳ (ڪيسيٽ):** جماعتي راڳ (صوفي راڳ) نالي هڪ ڪئسيٽ، روضي ڏٽي چيئر، شاهه عبداللطيف ڀٽائي يونيورسٽي خيرپور پاران




جاري ڪئي وئي آهي، جنهن جي رڪارڊنگ فقير غلام حيدر غازيءَ جي درگاهه تي ڪئي وئي هئي ۽ ريسرچ آفيسر روضي ڌڻي چيئر مشتاق احمد نظاماڻيءَ طرفان هيءَ ڪئسيٽ جاري ڪئي وئي آهي. هن ڪئسيٽ ۾ هيٺيون ڏهه ڪافيون شامل آهن:

(1) ڪنگري دي وچ سهڻا وسدا، (2) پلي آيو پلي آيو اسان جو پير پاڳارو، (3) صدقو وڃانءِ، واڳ مون ڏي وراءِ، (4) وري سانگي سان لڙي، گهڙي ڪن گهاري وڃ، (5) ڪانگ ڪر خبرون ڪريون، مارو ايندا، (6) سيو ني! مين صدقي ٿيو ان سهڻي پڳاري تي، (7) يار ميڏا هر صورت وچ رنگا رنگي، (8) حليمان لون پيچ سگهدي مني مدني، (9) هوئي حلال جو ماس، (10) آءُ ويني ڪانگ اڏايان، (11) ڏاڍي ڪئي آ ڏيرن.

**جُماڳي**: سنڌ ۾ اڳي اهو رواج هوندو هو ته ماڻهو مدرسي يا مڪتب ۾ پڙهندڙ پرديسي شاگردن کي هفتي وار خرچي ڏيندا هئا، جيڪا ڳوٺ راڄ يا پاڙي جي ماڻهن کان هرجمعي جي ڏينهن شاگردن کي ملندي هئي.

**جمال**[1]: تعلقي ڪنڊ ڪوٽ جي هڪ ديهه جو نالو. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

رند علي تندواڻي، مزاري جعفري، محبت ڏاهاڻي، مولا بخش، حاجي الف خان ۽ مير فتح خان.

**جمال**[2]: تعلقي گهوٽڪي جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

گل محمد ڪهاوڙ، ڏڳاڻو سنگهڙ، علي شير جسڪاڻي، پنڊڪي، جان محمد ڍرگهه، واحد بخش موچي، مبارڪ چاچڙ، جمال ڪلهوڙو، قادر بخش پناڻ، سبزل خان ڪولاچي، گل محمد ڪوسو الهوسايو لغاري، حاجي احمد ڍرگهو محمد ابراهيم ساوند (جمال جو بچاءبند) ۽ راڄو ڪولاچي.

**جمال ابڙو**: (ڏسو: ابڙو، جمال - جلد پهريون).

**جمال ابڙو: ڪهاڻي، مضمون، شخصيت (ڪتاب)**: نامور ڪهاڻيڪار ۽ اديب جمال ابڙي جي شخصيت، ڪهاڻين ۽ مضمونن تي مشتمل ڊيمي سائيز جي 238 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب کي عبدالحميد آخوند، سيڪريٽري ثقافت ۽ سياحت حڪومت سنڌ، جمال ابڙي جي 68هين سالگرهه 2 مئي 1992ع تي ڇپائي پڌرو ڪيو. ڪتاب جو ملهه 65 روپيا آهي. ڪتاب جو تعارف محمد ابراهيم جويي جو لکيل آهي. جڏهن ته انتساب جمال ابڙي انتهائي عقيدت سان پنهنجي رفيق حيات جي نالي ڪيو آهي. ڪتاب ۾ جمال ابڙي جون 17 ڪهاڻيون، 6 مضمون، هڪ




تنقيدي مضمون ۽ آخر ۾ جمال ابڙي جي شخصيت جي بابت تاثرن سميت سراج ۽ بدر ابڙي جا مضمون شامل آهن.

**جمال ابڙو ۽ جديد سنڌي ڪهاڻي (ڪتاب)**: نوجوان ليکڪ ادريس جتوئيءَ 'جمال ابڙو ۽ جديد سنڌي ڪهاڻي' جي عنوان سان شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور ۾ ايم. اي سنڌيءَ جو مونوگراف لکيو هو جنهن کي ساڳئي عنوان سان ڪويتا پبليڪيشن حيدرآباد ۽ سنڌي ادبي سنگت نوان جتوئيءَ جي گڏيل سهڪار سان جون 2005ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو




هن ڪتاب جو مهاڳ شوڪت شوري لکيو آهي، جڏهن ته ميرمحمد پيرزادي جو "اجا رج مان رڄ اڃي ٿي" عنوان سان تفصيلي مضمون ۽ ملڪ نديم ۽ انورابڙي جا تاثرات ڏنل آهن. ڪتاب ۾ بدر ابڙي جو مضمون 'مورچي ۾ بيٺل سپاهي' به شامل ڪيو ويو آهي.

هيءَ ڪتاب پنجن بابن ۾ ورهايل آهي. باب پهريون: ادب ۾ ڪهاڻيءَ جي اهميت ۽ سنڌي ڪهاڻي، باب ٻيو: ادبي تحريڪون، رجوع ۽ لاڙا، باب ٽيون: جمال ابڙي جي دؤر جي ڪهاڻيڪارن جي ڪهاڻي، باب چوٿون: جمال ابڙو ۽ سندس مختصر ڪهاڻي ۽ باب پنجون: نتيجا. جڏهن ته ضميمي ۾ مددي ڪتابن جي فهرست، جمال ابڙي جو يادگار انٽرويو، جمال ابڙي جون ٽي ڪهاڻيون، پيراڻي، خميسي جو ڪوٽ ۽ سينڌ ۽ ليکڪ جو پروفائيل ڏنو ويو آهي.

**جمال الدين افغاني**: جمال الدين افغاني ولد صفدرحسين جو جنم 1838ع ڌاري ڪابل جي ويجهي علائقي قصبا سعد آباد ۾ ٿيو. ابتدائي تعليم ڪابل مان حاصل ڪيائين. نوجواني واري دؤر ۾ مذهبي ۽ فلسفي جي تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ ڪربلا ۽ نجف کان علاوه هندستان ۽ استنبول به ويو. هو هندستان جي ڪيترن ئي شهرن ۾ رهيو. 1857ع ۾ بمبئي رستي حج لاءِ ويو ۽ واپسي تي پنهنجي دوست محمد خان جيڪو افغانستان جو امير هو ان وٽ نوڪري ڪيائين ۽ ڪجهه وقت لاءِ ان جو وزير به رهيو پر افغانستان جي گهرو ويڙهه سبب نوڪري ڇڏي هندستان هليو ويو جتي ان جي انقلابي ۽ مزاحمتي سوچ سبب برطانوي حڪومت هن جي نگراني ڪندي رهي ۽ اهڙي روپوشيءَ کان تنگ اچي ٻيهر حج لاءِ روانو ٿيو ۽ اتان استنبول (قسطنطنيه) هليو ويو ۽ اتي مسجد ابا صوفيه ۾ خطبو ڏيڻ شروع ڪيائين ۽ سامراجي حڪومتن خلاف مسلمانن کي جدوجهد ڪرڻ لاءِ اتساهه ڏياريائين. جنهن سبب ترڪي جي حڪومت کيس ملڪ ڇڏڻ لاءِ مجبور ڪيو ۽ هو 1871ع ۾ قاهره هليو ويو. جتي جامعه الازهر ۾ تبليغ ۽ تدريس جو ڪم ڪيائين ۽ مصر جي حڪومت طرفان وظيفو مقرر ڪيو ويو. جتي پنهنجي انقلابي تقريرن ۽ لکڻين ذريعي مصر جي نوجوانن ۾ انقلابي جذبو پيدا ڪيائين. 1879ع ۾ خديو توفيق پاشا انگريزن جي دباءَ تي مصر مان ڪڍي ڇڏيو. جنهن بعد هو هندستان آيو پر انگريزن خلاف لکڻ تي 1882ع ۾ انگريزن کيس ملڪ ڇڏڻ لاءِ

مجبور ڪيو جنهن بعد هو افغانستان ۽ انگلينڊ ذريعي پيرس پهتو جتي هو پنهنجي شاگرد عبده سان گڏجي برطانيا ۾ مخالف رسالو 'العروة الوثقا' ڪڍڻ لڳو جنهن پوري اسلامي ملڪن ۾ برطانيا حڪومت جي پاليسين کي مسلمانن ۾ عام ڪري ڇڏيو ۽ انگريزن ان رسالي جي داخلا تي پنهنجي ملڪ ۾ پابندي هڻي ڇڏي. ان دوران شاهه ناصر الدين قاچار يورپ ويو ته جلال الدين کي ايران وٺي آيو ۽ کيس پنهنجي وزارت ۾ شامل ڪيائين ۽ اختلافن سبب اهو عهدو ڇڏي ترڪيءَ جي سلطان جي دعوت تي استنبول هليو ويو ۽ اتي رهي اسلامي ملڪن ۾ سياسي بيداري جي شروعات ڪيائين ۽ انهن وچ ۾ باهمي اتحاد لاءِ پرچار ڪيائين. انگريز جيڪي سڀ مسلمان ملڪن تي پنهنجو غلبو قائم ڪيو ويٺا هئا. انهن خلاف مسلمانن ۾ وڙهڻ لاءِ سوچ پيدا ڪيائين. هن مارچ 1897ع تي استنبول ۾ وفات ڪئي. 50 سالن کان پوءِ سندس مڙهه پشاور آندو ويو جتي هزارن جي تعداد ۾ ماڻهن استقبال ڪيو بعد ۾ سندس تابوت ڪابل نيو ويو ۽ اتي جهان علي آباد ويجهو سندس مڙهه کي دفنايو ويو.

**جمال الدين الحسن الحلي:** علامه جمال الدين الحسن بن يوسف الحلي، حله شهر جو تمام وڏو بزرگ ۽ عالم ٿي گذريو آهي. جنهن کري کيس 'علامه حلي' جو پڻ لقب مليل آهي. هن بزرگ حله (عراق جي شهر) ۾ 19 رمضان 648هه/ 15 ڊسمبر 1250ع تي جنم ورتو ۽ 11 محرم الحرام 726هه/ 18 ڊسمبر 1325ع تي لاڏاڻو ڪيو علامه حلي هزار کان مٿي ڪتاب لکيا جيڪي اسلامي شرح، فقه، قرآن جي تفسير ۽ حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جي سوانح حيات تي مشتمل آهن. موجود دؤر تائين اهي ڪتاب ننڍي کنڊ جي سيني فقه جعفريه جي مدرسن ۾ لازمي طور پڙهايا وڃن ٿا. علامه جمال الدين ابو مظفر حلي پنهنجي دور جو هڪ وڏو جيد عالم دين ٿي گذريو آهي، اهل تشيع جي ناميارن مجتهدن مان هڪ هو ۽ سندس والد علامه يوسف الحلي به عالم هو. علامه حلي جي دور ۾ حله شهر شيعت جو مرڪز هو. هن جو پيءُ يوسف سديد الدين الحلي ۽ مامو محقق الحلي پڻ وڏا عالم ۽ اڳواڻ هئا. هن فقه جو درس پنهنجي مامي کان حاصل ڪيو ان کان سواءِ پنهنجي چاچي علي بن طاؤس کان پڻ فقهه جو درس ورتائين. ڪجهه وقت 'مارگه آبزرويٽري' ۾ به گذاريائين. هن فلاسافي ۽ رياضيءَ جي تعليم نصيرالدين طوسيءَ کان حاصل ڪئي. علامه حلي 1305ع ۾ ايران ڏي هجرت ڪئي، ان وقت ايران تي ايل خان خاندان جي حڪومت هئي. ايل خان علامه حلي کان ايترو ته متاثر ٿيو جو سڄي ايران ۾ فقه جعفريه کي رائج ڪري ڇڏيائين ۽ رائج سڪن تي ٻارهن امامن جا اسماءَ مبارڪ اُڪرايائين. علامه حلي ۽ سندس پٽ علامه فخر المحققين حلي وڏو عرصو تبليغ ڪئي پر آخري وقت ۾ علامه حلي پنهنجي اباڻي شهر حله ۾ واپس موٽي آيو ۽ ديني تعليم ڏيڻ شروع ڪيائين. هن هزارين ڪتاب تصنيف ڪيا جن مان ڪافي تصنيفون هن وقت ناياب آهن ۽ ڪجهه ايران ۽ عراق مان شايع ٿي چڪيون آهن، اهي ساڳيا ڪتاب هندو پاڪ ۾ پڻ ڪيترائي ڀيرا ڇپجي چڪا آهن. علامه حلي پنهنجي سوانح حيات پنهنجي ناياب تصنيف 'خلاصته العقوال' ۾ قلم بند ڪئي آهي. نصير الدين طوسي دنيا جي مجيل وڏن عالمن ۽ سائنسدانن مان هڪ هو علامه حلي نصيرالدين طوسيءَ کان تمام گهڻو متاثر هو ۽ هميشه پنهنجي استاد نصيرالدين طوسيءَ کي 'استاد بشريت' جي نالي سان ياد ڪندو هو علامه حليءَ جوفقهه تي پهريون ڪتاب 'منهاج اليقين في اصول الدين' آهي.

علامه حلي، نصيرالدين طوسيءَ جي جڳ مشهور ڪتاب 'تجريدالاعتقاد' تي شرح لکي، جنهن جي مدد سان طوسيءَ کي پڙهڻ ۾ آساني پيدا ٿي. هن جا ڪتاب منطق، فزڪس، ميٽافزڪس ۽ رياضيءَ جي علم تي مشتمل آهن. هن جي مشهور ڪتابن ۾: (1) الباب الهادي عشر، (2) اصول فقهه، (3) المختلف، (4) المنتهيٰ قواعد، (5) الاحڪام وغيره تمام مشهور آهن. هن جي انهن خدمتن عيوض سندس وڏو شان ۽ مان آهي. کيس ايران جي شهر مشهد ۾ دفن ڪيو ويو جيڪي زائرين حضرت امام علي رضا عليه السلام جي زيارت لاءِ ايندا آهن، اهي ماڻهو علامه حليءَ جي مقبري جي پڻ زيارت ڪندا آهن.

**جمال الدين بخاري، ڪامريڊ:** (ڏسو: بخاري، جمال الدين. جلد پهريون).

**جمال الدين قريشي جو مقبرو:** هيءُ مقبرو تعلقي دادوءَ جي ڳوٺ ڏتي جي مياڻيءَ ۾، مخدوم بلاول هائوس کان 3 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي ڪنڊي مائينر لڳ آهي. مقبرو نهايت سادو ٺهيل آهي ۽ ويهين صدي



جمال الدين قريشي جو مقبرو

عيسويءَ جي اڌاوت لڳي ٿو بزرگ بابت صرف ايترو معلوم ٿي سگهيو آهي، ته پاڻ پهتل ٻانهو هو پنهنجي ڪٽنب سان گڏ اتي رهندو هو ۽ قرآن جي تعليم ڏيندو هو سندس جوءِ ۾ ڪافي مريد موجود آهن، جيڪي مٿس ميلو به لڳائيندا آهن.

**جمال الدين 'مؤمن':** نامور استاد ۽ اديب جمال الدين 'مومن'، 8 اپريل 1932ع تي هوت خان خاصخيليءَ جي گهر ۾، ڳوٺ نوان جتوئي، تعلقي موري ۾ جنم ورتو پرائمري تعليم نوان جتوئيءَ مان حاصل ڪيائين. فائنل 1947ع ۾ استاد مشتاق احمد جي شيخ وٽان پڙهيو. سندس پهرين مقرري پرائمري اسڪول سيد خير شاهه، ضلعي نوشهري فيروز ۾ 13 فيبروري 1948ع تي پرائمري استاد طور ٿي. ايس. وي جي ڪورس (سينيئر ورنيڪيولر) جي ٽريننگ ڪاليج فارمين حيدرآباد مان 50-1951ع ۾ ڪيائين ۽ واپسيءَ تي پرائمري



اسڪول سيد خير شاهه ۾ هيڊ ماستر مقرر ٿيو. 1954ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان اديب سنڌيءَ جو امتحان ڏنائين ۽ سڄيءَ سنڌ ۾ ٻيو نمبر آيو. 1958ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان مئٽرڪ ۽ 1959ع ۾ انٽر ڪيائين. 1961ع ۾ اورينٽل گروپ ۾ بي. اي ڪيائين. 1961ع ۾ ئي اردوءَ ۾ فائنل نوابشاهه سينٽر مان، فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ڪيائين. استاد جمال الدين، 10 آگسٽ 1961ع ۾ مڊل اسڪول پڪا چانگ جو هيڊ ماستر مقرر ٿيو. ان کان پوءِ هاءِ اسڪول پنگو ٻهڻ، ڪنڊياري، نوشهري فيروز ۽ نوابشاهه ۾ پڙهيائين. 1965ع ۾ سنڌيءَ ۾ ايم. اي سيڪنڊ ڪلاس ڪيائين. 1964ع ۾ ٽريننگ ڪاليج منياٽيءَ ۾ ٽي سال ۽ ٽريننگ اسڪول سڪرنڊ ۾ هڪ سال استادن کي پڙهايائين. 1968ع ۾ مڊل اسڪول پيرونمل، ضلعي سانگهڙ ۾ هيڊماستر مقرر ٿيو. ڇئن مهينن جي عرصي کان پوءِ حڪومت جي خرچ تي بي. ايڊ جي ٽريننگ لاءِ سنڌ يونيورسٽي حيدرآباد پهتو. بي. ايڊ پرائيويٽ ڪرڻ ۽ جواب مادري زبان سنڌيءَ ۾ ڏيارڻ جو سهرو سندس سر تي هو. 1969ع ۾ بي. ايڊ ڪيائين. بي. ايڊ کان پوءِ مڊل اسڪول ڏيپارجا ۾ هيڊماستر مقرر ٿيو. جنهن کان پوءِ سپروائيزر پرائمري تعليم سڪرنڊ ۾ مورو رهيو.

استاد جمال الدين مؤمن 1969ع ڌاري نوان جتوئيءَ ۾ مصطفيٰ اورينٽل ڪاليج جو بنياد وڌو، جيڪو 1973ع کان ڊگري ڪاليج جي حيثيت ۾ ڪم ڪري رهيو آهي. 50 سالن جي عمر ۾ مُدي کان اڳ ٻهرين مارچ 1982ع تي پينشن تي لٿو ته جيئن ڪاليج کي وڌيڪ وقت ڏئي سگهي.

استاد جمال الدين 'بزم نياز'، 'مجلس احباب' ۽ 'بزم صابر' جو پايو وجهندڙ ۽ ميمبر، ايجيوڪيشن سوسائٽي نوان جتوئيءَ جو چيئرمئن، قومي ۽ سماجي ڪارڪن، خاصخيلي جماعت نوابشاهه جو صدر، ماهنامه رسالي 'اديون' ڪراچيءَ جو اسسٽنٽ ايڊيٽر ۽ مؤمن پبليڪيشن جو چيئرمئن رهيو آهي. مومن پبليڪيشن طرفان ويهارو ڪتاب شايع ڪرايائين. ڪيترن ڪتابن جو مؤلف، مترجم ۽ مصنف رهيو آهي. جن ۾: 'سچل جا سنيها'، 'پيرل فقير جي شاعري'، 'ساهتيءَ جا سرواڻ'، 'سخن صابر' (امام بخش 'صابر' جي شاعري- ترتيب) وغيره اچي وڃن ٿا.

حڪومت سنڌ تعليمي خدمتن جو قدر ڪندي سندس ڳوٺ جي پرائمري اسڪول جو نالو 'جمال الدين مؤمن خاصخيلي' رکي، پڪي بلڊنگ جوڙائي آهي، جنهن جي پاڻ ۽ سندس پاءُ استاد محمد حسن 'فدا' خاصخيلي سرپرستي ڪندا هئا. وفات کان پوءِ مؤمن صاحب جو لائق فرزند حبيب خاصخيلي هن اسڪول جي نگراني ڪري رهيو آهي.

جمال الدين مؤمن جي ڪاليج مان ڪيترن شاگردن اديب سنڌي، اديب، عالم ۽ اديب فاضل ۾ نمايان پوزيشنون حاصل ڪيون آهن. جن ۾: تاج جويو، بشير احمد هيسباڻي، استاد نذير احمد ڪوڪر ۽ ٻيا شامل آهن.

**جمالاڻي:** رندن، ڏاهاڻين ۽ برهماڻي بروچن جي هڪ پاڙي جو نالو جمالاڻي آهي. هنن لاءِ مشهور آهي ته رئيس علي خان پرڳڙيءَ جي اولاد مان ڪيس هڪ پٽ جمال خان هو. جنهن جو اولاد پاڻ کي جمالاڻي سڏائي ٿو. هن ذات جا ماڻهو گهڻو ڪري سنڌ جي ضلعي ميرپورخاص ۾ رهن ٿا. جڏهن ته ڪتاب 'جنب گذاريم جن سين' ۾ سائين جي. ايم. سيد، هن ذات بابت ڄاڻايو آهي ته خيراڻي، موياڻي ۽ سلطاني پرڳڙي پڻ هنن جا سؤٽ آهن.

**جمال خان:** جمال خان مشهور طبلي نواز ٿي گذريو آهي، هن 1921ع ڌاري وزير خان جي گهر ۾ راجستان جي ڳوٺ سيٽل ۾ جنم ورتو. رحمان ۽ موتي خان کان طبلي جي سکيا ورتائين. ان وقت هو اُتي جي مهاراجا وٽ ملازم هو جتي محمد خان ستار نواز سان گڏ دربار ۾ طبلو وڄائيندو هو. ٿوري ئي عرصي ۾ سڄي هندستان ۾ پنهنجي فن جي ڪري گهڻو مشهور ٿيو. دهلي ريڊيي تي سندس دوستي استاد بي بي خان سان ٿي. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ اتان لڏي سنڌ ۾ آيو. جتي ريڊيي پاڪستان حيدرآباد ۾ ملازمت اختيار ڪيائين. هن استاد مراد علي خان، بي بي خان، استاد مبارڪ علي خان، جمالي خان ۽ استاد پير بخش جي صحبت ۾ رهي، درپد، تال، ڪلواڙي ۽ ڪلاسيڪل موسيقيءَ ۾ پاڻ ملهايو. هن ريڊيي ۽ ٽيليويزن جي نامور ڳائڻن سان طبلو وڄايو ۽ ڪيترن ئي شاگردن کي پنهنجي فن جي سکيا ڏنائين. جن ۾ ڇٽن خان، محمد اسلام، ضمير الدين خان، عبدالحميد خان، فريد نظامي، ياسين خان ۽ منظور علي خان اهم آهن. هن 1993ع ۾ وفات ڪئي.



**جمال عبدالناصر:** مصر جي اڳوڻي صدر ۽ سياسي اڳواڻ جمال عبدالناصر، 15 جنوري 1918ع تي جنم ورتو. ملٽري اڪيڊمي قاهره مان تعليم حاصل ڪيائين. هيءُ بنيادي طور فوجي هو. فوج ۾ هن پنهنجو تمام وڏو هم خيال حلقو پيدا ڪيو. 1948ع ۾ جڏهن فلسطين ۽ اسرائيل جي جنگ شروع ٿي ته هن رضاڪاراڻي طور تي اسرائيل سان وڙهڻ لاءِ فوج مان استعيفيٰ ڏني پر سندس استعيفيٰ منظور نه ٿي. جڏهن مصر هن جنگ ۾ فلسطين جو سات ڏيڻ جو فيصلو ڪيو ته هن کي محاذ تي روانو ڪيو ويو. ان جنگ ۾ هن کي فوجي اعزاز به مليو. ان سال ئي هن هڪ ڳجهي فوجي تنظيم جوڙي ۽ جنرل نجيب ان تنظيم جو سربراهه مقرر ٿيو. 23 جولاءِ 1952ع تي هن مصر جي شاهه فاروق جي حڪومت جو تختو اونڌو ڪيو. 1953ع ۾ هن مصر جي نائب وزيراعظم ۽ اپريل 1954ع ۾ وزيراعظم جا اختيار سنڀاليا. جون 1956ع ۾ هيءُ مصر جو صدر ۽ فيبروري 1958ع ۾ گڏيل عرب رياست جو صدر ٿيو. 15 مارچ 1965ع کان ايندڙ ڇهن سالن لاءِ مصر جو صدر چونڊيو پر پنهنجي عهدي جو مدو پورو ٿيڻ ان اڳ 28 سيپٽمبر 1970ع تي وفات ڪري ويو. هن سويز درياهه کي قومي ملڪيت ۾ ورتو. اسوان ڊيم جي تعمير هن جي دور جو وڏو ڪارنامو آهي. سندس دور ۾ اخوان المسلمين جا اڳواڻ قتل ٿيا هئا.



**جمال ڪيريو:** تعلقي سڪرنڊ جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

عبدالرحمان، ميان شورا، لاڪا آباد، خان محمد جوکيو، علي بخش رند، بهادر جوکيو، ملا ساند، ملا عبدالرحمان پنهور، عبدالله ديناري ۽ غلام مگسي.

**جمال گهوٽو:** جمال گهوٽي جو ٻوٽو اٽ کان ڏهه ميٽر ڊگهو ٿيندو آهي. هن جا پن واڱڻ جي پنن جهڙا هوندا آهن. گل هيڊو سفيدي مائل ڏسڻ ۾ ايندو اٿس. هن وڻ جو ڦل ڦرين ۾ ٿئي ٿو هر ڦريءَ ۾ ٽي ٽي جمال گهوٽا هوندا آهن. يورپ ۽ برصغير ۾ ڪثرت سان ٿئي ٿو. هن کي عربيءَ ۾ حب السلاطين، فارسيءَ ۾ تخم بيد صحرائي، سنسڪرت ۾ رنتي بيج جيپال، گجراتيءَ ۾ نيپالو، بنگاليءَ ۾ جيپال، انگريزيءَ ۾ Purgalue ۽ لاطيني ۾ Carolan Carotin Tigllim چيو وڃي ٿو. هن جو اثر گرم ۽ خشڪ 4 درجا ٿئي ٿو.



**جمالو:** هيءُ سنڌ جو مشهور لوڪ گيت آهي، جنهن جي ڳائڻ تي سنڌيءَ جو روايتي ۽ ثقافتي ناچ ٿيندو آهي. هن کي جمالو ناچ به چوندا آهن. هميشه هن گيت جي چونڊ وقت هڪ ڄڻو جمالو گيت ڳائيندو آهي ۽ ٻيا سندس پويان گيت جو پهريون بند 'هو جمالو' ورجائيندا ويندا آهن ۽ دهل جي آواز تي مترنم انداز سان تاڙيون وڄائيندا ناچ ڪندا ويندا آهن. هن لوڪ گيت لاءِ عام طور تمام گهڻيون روايتون مشهور آهن. جيئن ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي موجب ته: "جمالو آڳاٽي وقت ۾ ڪو ڪوپو اڙٻنگ شخص هو، جيڪو گهر کان ٻاهر ويل هو. جنهن جي موٽي اچڻ تي خوشيءَ ۾ سندس ئي نالي سان گيت ڳايائون، جنهن بعد ان لوڪ گيت کي پذيرائي ملي." اهڙيءَ ريت ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ موجب ته: "هيءُ لوڪ گيت هميشه خوشيءَ جي موقعي تي ڳايو ويندو آهي. هن گيت جا مضمون جمالي جو جدا ٿيڻ، سندس وڇوڙي تي افسوس، جمالي جو موٽي اچڻ ۽ سندس اچڻ تي خوشي ۽ سندس ڳڻن جو تذڪرو آهي." ڊاڪٽر بلوچ وڌيڪ لکي ٿو ته 'جمالو' نالي هڪ شخص هو جيڪو پنهنجي سائين کان وڇڙي ڪي سال لاڙ وڃي رهيو ۽ جتن سان گڏ گذاريائين ۽ جڏهن ڪجهه عرصي بعد موٽي آيو. تڏهن سندس سائين توڙي سڪ ۽ حب وارن ناچ ڪيا ۽ سندس نالي سان گيت به ڳايائون ۽ پوءِ اهو گيت اڳتي هلي سنڌ جي ثقافتي ورثي جي اهم وٿ بڻجي پيو". جيئن ته جمالو لوڪ گيت آهي، اهو ئي سبب آهي جو ان جي مصرعن جو تعداد اڻ ڳڻيو ۽ مختلف هنڌن تي مختلف شين ۽ شبيهن تي بدل هوندو آهي، پر هڪ ڳالهه ته هن گيت جو موضوع هڪ آهي ۽ هيٺ ڏنل سٽون اڪثر ڪري هڪ ئي پيرايي ۽ ساڳئي نموني ۾ سنڌ جي هر هڪ علائقي ۾ ساڳيءَ طرح مروج آهن ۽ ادا ڪيون وڃن ٿيون. باقي پوءِ وقت گذرڻ سان هن گيت ۾ واڌارا ٿيندا رهيا آهن:

منهنجو جمالو جتن سان ..... هو جمالو!
منهنجو لڏي ويو لاڙ ڏانهن،.. هو جمالو!
منهنجو ڪٿي آيو خير سان،... هو جمالو!

اهڙيءَ ريت جمالي گيت ۾ 'جمالي' جي سونهن، ڏندن، چپن، اکين، پڳ، منڊيءَ، لڪڻ ۽ جتيءَ وغيره جي تعريف واريون مصرعون به سڄي سنڌ ۾ مشهور آهن. باقي هن گيت ۾ ماضي قريب جا ڪي اهڃاڻ به ملن ٿا 'منهنجو سکر واري پل تي' يا ڪي اهڙيون ٻيون مصرعون وقت سر وڌنديون رهن ٿيون، جيڪي سماجي تبديليءَ ڏانهن نشاندهي ڪن ٿيون. ايئن چوڻ ۾ ڪو به وڌاءُ نه ٿيندو ته جمالو سنڌ جي ثقافت جو اهم اهڃاڻ آهي.

**جمالي[1]:** جمالي ذات يا قبيلو بلوچن ۾ شمار ٿئي ٿو ڪتاب 'بلوچ' جو مصنف م. ڪ پيڪولين لکي ٿو ته: "جمالي هڪ بلوچ قبيلو آهي." مرزا قليچ بيگ به لکيو آهي ته جمالي رند بلوچن جي هڪ اهم شاخ آهن. هنن جو مورث اعليٰ مير جمال خان رند هو جيڪو مير رند جو پٽ هو. سندس وفات بعد پوٽن پاڻ کي 'جمالي' سڏايو. 'بلوچ قوم اور اس کي تاريخ' جو مصنف به جمالين کي رند جاٽائي ٿو. ايس. صادق عليءَ پنهنجي ڪتاب 'The Musiaman Races found in Sindh, Balouchistan and Afghanistan' (1901ع) ۾ لکيو آهي ته "جمالي رندن جي هڪ شاخ آهن. جن جو ڏاڏو جمال خان هو جنهن پٺيان هي جمالي سڏجن ٿا." مير جمال خان انگريزن سان جنگ وڙهي هئي. سر چارلس نيپيئر جمالين کان جند ڇڏائڻ لاءِ جانباز جمالين کي ڪڙهي خيري ۾ جاگير ڏني. جمالي ٽن مختلف قبيلن/ نکن ۾ ورهايل آهن:

(1) شير خاناڻي جمالي: هنن جو اڳواڻ وڏيرو لشڪر خان ولد خير محمد خان جمالي، ڳوٺ بکرو قلات وارو.

(2) شهدادپور وارا جمالي: هنن جو سردار وڏيرو صوبدار ۽ وڏيرو شاهو خان هئا.

(3) ڦلجي وارا جمالي: هنن جو سردار حيات خان ۽ وڏيرو بخشو خان جمالي هئا.

ڪتاب 'جنت السنڌ' ۾ مولائي شيدائي لکيو آهي ته: "سنڌ جا جمالي به رندن جي ممتاز قبيلي مان آهن. جن جون سنڌ ۾ چار سرداريون هيون: (1) مريداڻي، (2) جلباڻي، (3) بخشاڻي، (4) سڪواڻي.

'تاريخ بلوچ و بلوچستان'، جلد پنجين ۾ مير نصير خان احمدزئي لکي ٿو ته: "1298ع ۾ مڪران جو والي، مير رجب ماملي ڪرد بلوچ هو. هن کي ست پٽ هئا. جن مان هڪڙي جو نالو 'جمال' هو. جنهن جي اولاد پاڻ کي 'جمالي' سڏايو هن وقت جتن جي ڪن پاڙن پاڻ کي 'جمالي' سڏائڻ شروع ڪيو آهي."

ڪي مصنف، جمالين کي بلوچ نه ٿا سڏين، پر سندن اها راءِ مٿين حوالن ذريعي رد ٿي وڃي ٿي. ان کان سواءِ سنڌ جا جمالي اڄ به گهرن ۾ سنڌيءَ سان گڏ 'بلوچي' ٻولي ڳالهائين ٿا، جيڪا ڳالهه سندن بلوچ نسل لاءِ وڏي شاهدي آهي.

**جمالي[2]:** تعلقي هالا جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

مولا بخش جمالي، شير محمد جمالي، عالم خان جمالي، بکر جمالي، حسن دل، ڪورو ڪاڪا، قادر بخش جمالي ۽ سڪندر آباد.

**جمالي حاجي علي بخش:** مشهور شاعر، فقير حاجي علي بخش جمالي، آگسٽ 1916ع تي ڳوٺ ٻچل مهيسر، تعلقي لاڙڪاڻي ۾ ڄائو. هن جي تعليم پرائمريءَ جا چند درجا هئي. ڪيس ننڍي هوندي کان ئي شاعريءَ جو شوق هو هن شاعريءَ ۾ وڏي مهارت حاصل ڪئي. سندس همعصر شاعرن ۾ عبد عاقلي، مولوي عبدالله اثر، اياز حسين قادري، ميان غلام عباس قادري جوش، زيب عاقلي، محمد علي جوهر، مولوي نور الدين نور ۽ ٻيا ڪيترائي نالا اچن ٿا.

حاجي علي بخش جمالي پنهنجي نالي اڳيان 'فقير' لکندو هو. حساس طبيعت جو مالڪ هو. هن معاشري ۾ ٿيندڙ ظلمن، زيادتين ۽ بي انصافين تي سندس دل هميشہ ڪڙهندي هئي، جنهن جو ثبوت سندس اها اصلاحي شاعري آهي، جنهن ۾ هن دل کولي پيڙا جو اظهار ڪيو آهي. هن شعر جي هر صنف تي طبع آزمائي ڪئي آهي، جنهن ۾ حمد، نعت، مولود، مناجات، بيت، غزل، مخمس، مسدس، مثمن، ڪافيون، ٽيهہ اکريون ۽ قطعا اچي وڃن ٿا.

فقير حاجي علي بخش جا ٻہ ڪتاب 'جهڙا گل گلاب جا' ۽ نعتيہ ديوان 'محسن اعظم' سچل ادبي مرڪز لاڙڪاڻي جي سهڪار سان شايع ٿيا، جن مان نعتيہ ديوان 'محسن اعظم' تي ڪيس 1995ع ۾ ڪيس صدارتي اوارڊ بہ مليو هيءُ سنڌي لوڪ ادب جي حوالي سان بہ هڪ سهڻو شاعر هو سندس مسدس ۽ مخمس ان ڳالهہ جا ثبوت آهن. حاجي علي بخش جمالي عاشق رسول صلعم هو عشق حبيب سندس رڳ رڳ ۾ رچيل هو جنهن جو ساکي سندس نعتيہ ديوان 'محسن اعظم' آهي، جنهن جي سٽ سٽ ۽ لفظ لفظ ۾ محمد صلي الله عليہ وسلم سان محبت جو مهراڻ موجزن آهي. هن ڪتاب هڪ ئي وقت مختلف صنفون جهڙوڪ: غزل، مثنويون، مسدس، بيت ۽ قطعا الف ب وار (قافين/ رديفن سان) ديوان جي سٽاءَ ۾ لکيل آهن. 'جهڙا گل گلاب جا' ڪتاب ۾ هن معاشري ۾ موجود بي راه روي، بي انصافي، قتل غارت، بدامني، ڪوڙ ۽ ڪپٽ جهڙن موضوعن تي قلم کنيو آهي.

**جمالي، حاجي محمد بخش:** دادو ضلعي جي نامور سياسي، سماجي شخصيت، سردار حاجي محمد بخش ولد ڏاتل خان جمالي، 1936ع ڌاري دادو ضلعي جي ڳوٺ ڦلجيءَ ۾ جائو پرائمري تعليم ۽ قرآن مجيد ڦلجيءَ ۾ پڙهيو 1950ع ڌاري ورنيڪيولر فائينل، 1952ع ۾ انگريزي فائنل امتحان بهاولپور جي مڊل اسڪول مان پاس ڪيائين. 1956ع ۾ سردار ڏاتل خان جي وفات بعد ڪيس سرداري پڳ ٻڌائي وئي، تنهن وقت پاڻ 20 سالن جو هو ان بعد ڦلجيءَ مان لڏي بهاولپور ۾ رهائش اختيار ڪيائين.



هيءُ 1962ع ۾ يونين ڪائونسل بهاولپور جو چيئرمين منتخب ٿيو. سندس فرزند رفيق احمد جمالي هن وقت پ پ ضلعي دادوءَ جو صدر ۽ ايم. اين. اي آهي.

سردار محمد بخش جمالي 1969ع ۾ ذوالفقار علي ڀٽي جي دعوت تي پيپلزپارٽيءَ ۾ شامل ٿيو 1970ع وارين عام چونڊن ۾ ڪيس ايم. پي. اي جي ٽڪيٽ ڏني وئي، جنهن تي وڏي اڪثريت سان ڪٽي آيو ان وقت ايم. پي. اي جو ٽڪ جوهي ۽ دادو ٻنهي تعلقن تي مشتمل هو ان ڪانپوءِ 1985ع وارين غير جماعتي چونڊن ۾ بہ هن فارم پريو سندس مقابلي ۾ خير بخش پنهور تمام ٿورن ووٽن سان ڪٽي ويو جڏهن تہ 1988ع وارين چونڊن ۾ ڀرپور ڪاميابي ماڻي، پاڻ ايم. اين. اي چونڊجي ويو 1990ع جي عام چونڊن ۾ پڻ ڪيس عوامي حمايت سبب قومي اسيمبليءَ جي سيٽ تي ڪاميابي ٿي. ان بعد هن 1993ع وارين چونڊن ۾ پڻ قومي اسيمبليءَ جي سيٽ تي ڪاميابي حاصل ڪئي.

پنهنجي ترہ مقبوليت سبب ڪيس 1997ع ۾ بہ دادو- جوهي تڪ تان ايم. اين. اي چونڊيو ويو.

محمد بخش جمالي، دادو شگر مِل ۽ دادو ڊسٽرڪٽ ڪوآپريٽو هائوسنگ سوسائٽيءَ جي قيام ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو سماجي ڀلائي ۽ ماڻهن جي مسئلن تي هميشہ سنجيدگيءَ سان ڪم ڪيائين. هن مارچ 2005ع ۾ وفات ڪئي. سردار حاجي محمد بخش جماليءَ جي زندگيءَ ۽ شخصيت تي مشتمل هڪ ڪتاب بہ محمد عثمان جماليءَ پاران ترتيب ڏئي 2005ع ۾ ڇپايو ويو آهي.

**جمالي، رفيق احمد:** ناميارو سياستدان حاجي محمد بخش جماليءَ جو فرزند رفيق احمد جمالي 25 ڊسمبر 1962ع تي دادو ضلعي جي ڳوٺ بهاولپور ۾ پيدا ٿيو سندس والد ساڪ ڀريو سياستدان ۽ پاڪستان پيپلزپارٽيءَ جي بنيادي ميمبرن مان هو ۽ شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جي تمام ويجهو رهيو ۽ هر ڏک سک ۾ پارٽيءَ سان نڀائيندو رهيو ڪيترائي ڀيرا ايم. اين. اي ۽ ايم. پي. اي چونڊيو رفيق احمد جمالي پرائمري تعليم پنهنجي ڳوٺ مان ئي حاصل ڪئي. مئٽرڪ گورنمينٽ پرمانند هرداس هاءِ اسڪول دادو مان ڪيائين استاد بخاري ڊگري ڪاليج دادوءَ مان انٽرميڊيٽ ڪرڻ کان پوءِ سنڌ يونيورسٽيءَ مان گريجوئيشن ڪئي. رفيق احمد جمالي هن وقت پاڪستان پيپلزپارٽي، ضلعي دادو جو صدر آهي.



رفيق احمد جمالي پارلياماني سياسي زندگيءَ جي شروعات 2002ع کان پنهنجي والد جي حياتيءَ ۾ ڪئي هئي ۽ پاڪستان پيپلزپارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي دادو- جوهي تڪ مان قومي اسيمبليءَ جي چونڊ وڙهيو سندس مقابلي ۾ احمد خان لنڊ هو جنهن کي شڪست ڏئي ايم. اين. اي بڻيو اڳوڻي وزيراعظم مير ظفر الله جمالي ڪيس مسلم ليگ (قائداعظم) ۾ شموليت جي آڇ ڪئي، پر هن پاڪستان پيپلزپارٽيءَ سان وفاداريون قائم رکيون. سياسي مخالفتن باوجود پارٽيءَ سان گڏ بيٺو رهيو 2008ع جي چونڊن ۾ سندس مقابلو ناميارو سياستدان عبدالحميد جتوئيءَ جي فرزند لياقت علي خان جتوئيءَ سان ٿيو جنهن ۾ ڪيس ڪاميابي حاصل ٿي ۽ قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو پهرين ڪابينا ۾ زراعت کاتي جو مملڪتي وزير رهيو پر ارڙهين ترميم تي عمل ڪندي جڏهن ڪابينا جي وزيرن جو انگ گهٽايو ويو آهي تہ فيبروري 2011ع ۾ هن سان گڏ ٻين وزيرن کي بہ قلمدان واپس ڪرڻا پيا.

**جمالي، شيخ حماد:** شيخ حماد جمالي ولد رشيد الدين جمالي، اُچ جي مشهور درويش قدوة الواصلين شيخ جمال جو ڏهٽو هو. هيءُ سدائين منهن تي برقعو وجهي عبادت ۾ مشغول رهندو هو. وقت جا وڏا عالم ڪانئس باطني علم حاصل ڪري سندس شاگرد ٿيا. روايت آهي ته "جڏهن ڄام جوڻي، ڄام تماچي ۽ سندس پٽ کي قيد ڪري دهليءَ موڪلي ڇڏيو ته تماچيءَ جي ماءُ روزانو صبح جو شيخ حماد جي خانقاهه کي ٻهاري ڏيڻ لاءِ ايندي هئي. هڪ ڏينهن شيخ صاحب جي نظر ان عورت تي پئجي وئي. ڪانئس سندس پٽ ۽ پوٽي جو احوال پڇيائين. هن عورت روئندي ڪيس سڄو احوال ٻڌائي ٻنهي جي آزاديءَ لاءِ ٻاڏايو. اهو ٻڌي شيخ حماد جي حالت عجيب ٿي وئي ۽ هڪدم سنڌي ٻوليءَ ۾ هڪ دعائيه بيت چيائين. جنهن ۾ هنن ٻنهي جي ملڪ ۾ موٽي اچڻ ۽ حڪومت جي تخت تي ويهڻ لاءِ دعا ڪيائين. چون ٿا ته الله جي حڪم سان انهيءَ رات هُئي پيءُ پٽ آزاد ٿيا ۽ اچي سنڌ جا حاڪم بڻيا. سنڌي شاعريءَ جي ابتدائي بيتن ۾ شيخ حماد جماليءَ جي ان بيت کي وڏي اهميت حاصل آهي. سنڌ ۾ سما دؤر جي تاريخ جو هيءُ هڪ خاص واقعو آهي ته ڄام جوڻي جي سازش جي نتيجي ۾ ڄام تماچيءَ کي دهليءَ ۾ نظربند ڪيو ويو هو خلق جو دلي لاڙو ڄام تماچيءَ ڏانهن هو ۽ اهي ڄام تماچيءَ جي موٽي اچڻ ۽ حڪمران ٿيڻ لاءِ دعائون گهرندا رهندا هئا. ان ڏس ۾ شيخ حماد جماليءَ جي مٿئين دعائيه بيت جو حوالو اچي ٿو جيڪو سيد عبدالقادر جي فارسي ڪتاب (1016ھ/1607ع) جي حاشيي تي لکيل به مليو آهي:

جُوڻو مت اوڻو، آءِ تماچي آءِ
سباجهي ٻاجهه پئي، توسين ٿئو راءِ

هن دعائيه بيت جو اثر هو جو ڄام تماچي اچي تخت جو وارث ٿيو تخت تي ويهڻ ڪانپوءِ ڄام تماچيءَ شيخ حماد جي خدمت ۾ وڏي رقم پيش ڪئي، جنهن مان هن مڪليءَ واري جامع مسجد ٺهرائي. تحفة الڪرام جو مصنف لکي ٿو ته: "ڄام تماچيءَ ۽ نوريءَ جون قبرون مڪليءَ تي شيخ حماد جي گنبذ جي ويجهو مشهور آهن." شيخ حماد جمالي اندازاً 1362ع ۾ گذاري ويو ۽ سندس خانقاهه لڳ ويجهو آهي. سندس مزار تمام عاليشان قسم جي ٺهيل آهي.

**جمالي، مصري خان:** بينن (الغوزي) وڄائڻ جو بادشاهه، ڪلاڪار مصري خان جمالي 1921ع ۾ رونجهاڻ ضلعي جيڪب آباد ۾ پيدا ٿيو ان جي وقت ماحول موجب ڪا خاص تعليم حاصل نه ڪري سگهيو پر ڪيس ساز ۽ آواز سان ننڍپڻ کان وڏي لڳاءُ هو ڪجهه عرصي بعد هيءُ نوابشاهه ۾ لڏي اچي ويٺو ۽ سندس سموري حياتي نوابشاهه شهر ۾ ئي گذري. مصري خان جماليءَ پنهنجي فن جو مظاهرو سنڌ، پاڪستان ۽ ملڪ کان ٻاهر ڪري نالو ڪڍيو شروع ۾ سنڌ جي مکيه درگاهن تي ڳائيندو هو. ان کان پوءِ ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تي ڪيس فن



پيش ڪرڻ موقعو مليو ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکيو آهي ته مصري خان جمالي بينن جي فن جو ٻهريون استاد هو سندس شاگردن ۾ نبي بخش بروهي، محمد عرس پٽي، حاجي خان چانڊيو ۽ حافظ گل محمد شامل آهن. هن 1977ع ۾ هن حڪومت پاڪستان پاران حسن ڪارڪردگي تمغو حاصل ڪيو هن بينن جي فن کي جهنگ مان ڪڍي شهرن ۾ آندو ۽ بينن کي ضابطي ۾ رکڻ واري مد ۾ وڏي مهارت حاصل ڪئي. هن پاڪستان جي ڪيترن ثقافتي وفدن سان گڏجي ڪيترن ملڪن جو دؤرا ڪيا. مصري خان جمالي بلند پايي جي موسيقارن مان هو 20 آڪٽوبر تي دماغ جي رڳ ڦاٽي پوڻ ڪري ڪيس نوابشاهه جي سول اسپتال اندر داخل ڪيو ويو جتان ڪيس سنڌ جي گورنر ايس ايم عباسيءَ جي چوڻ تي ڪراچيءَ منتقل ڪيو ويو ۽ سندس سرڪاري علاج ڪرايو ويو پر 10 نومبر 1980ع تي لاڏاڻو ڪري ويو. سندس پوين ۾ سندس پائيٽو غلام نبي جمالي الغوزو وڄائي ٿو جيڪو پڻ ريڊيي ۽ ٽي ويءَ جو سنو الغوزي نواز آهي.

**جمالي، مهرو فقير:** لاڙ جو بزرگ درويش ۽ سگهڙ جمالي مهرو فقير 1895ع ڌاري ضلعي بدين جي ڳوٺ تاڏي ۾ ڄائو سندس پيءُ جو نالو ملوڪ فقير هو جيڪو به اهل الله بزرگ ۽ درويش هو. جنهن جي مزار تي ساليانو ميلو به لڳندو آهي. جمالي مهرو فقير، سنڌي ۽ سرائيڪيءَ زبانن جو سنو شاعر ٿي گذريو آهي. هن بزرگ 1952ع ۾ وفات ڪئي. سندس ڪلام جو ڪجهه نمونو پيش ڪجي ٿو:

ڪلي خداوند جو، عشق امامن ڪيو.
شوق شهادتن جو روح اندر هيو.
مردن جا ميدان ۾ خوب ڪنا ٿي ڪرٽيا.
ڪربلا جي پڙ ۾ وير ويرين سان وڙهيا.
تنهنجو نعرو هٽي نينهن جو گهوٽ گهوڙن تي چڙهيا.
'مهرو' چئي محبوب منهنجا سربسر سوره صدر.
مرد نڪتا ميدان تي غم ڇڏي غازي گوهر.
حيدري حشمت رکي، هو لال لاهوتي لڙيا!

**جمالين جو قبو -1:** هيءُ قبو، اميد علي جماليءَ جي قبرستان، ديهه اين- 87 تعلقي نوابشاهه، ضلعي بينظيرآباد ۾ آهي. هن مقبري جي اولهه ۾ 5 ڪلوميٽر پنڌ تي نواب، شاهه جو شهر ۽ ڏکڻ ۾ اڌ ڪلوميٽر تي غلام رسول جماليءَ جو ڳوٺ آهي ۽ نواب شاهه- سانگهڙ روڊ وٽ قبرستان جي ڏاکڻي



جمالي قبو-1

ڪناري تي آهي. ٿاري جماليءَ ۽ حاجي مير خان جماليءَ جا ڳوٺ ڏيڍ ڪلوميٽر پنڌ تي اتر ۽ اوڀر طرفن تي آهن. هيءَ ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ "0 '15 °26 ڊگرين ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ "35 '26 °68 ڊگرين تي موجود آهي. هيءَ قبو رٽ ۾ چورس آهي، جيڪو 6.20 x 6.20 ميٽرن جي پکيڙ تي آهي، جنهن جي اوچائي 11 ميٽر آهي. مقبري جي ڏاوت ۾ پڪيون سرون، گل گارو، گچ گارو استعمال ٿيل آهي. اندر هر ديوار طاقن سان سينگاريل آهي. اتر، ڏکڻ ۽ اولهه پاسي محراب وانگر ونگن سان جارا ٺهيل آهن. گنبذ جو ڳِچ (Drum) اٺڪندو آهي. ان ۾ هوا جي گذر لاءِ جارا ٺاهيا ويا آهن. قبي جي ٻاهران رنگ روغن ٿيل آهي. گول گنبذ تي به روغن ٿيل آهي. هن جو لنگهه اوڀر ۾ آهي، جنهن جون ونگون راسن سان سينگاريل آهن. مهاڙي کان سواءِ باقي ٽن پاسن تي 15 پانيل آهن. مقبري جي هيٺ هني تي ڪنگرا ٺهيل آهن. ڇت مٿان ۽ گنبذ جي هيٺان، گنبذ جو ڳچ اٺڪندو آهي. ان تي گول گنبذ ٺهيل آهي. گنبذ جي ڳچ تي پاسن کان برجيون ٺهيل آهن. گنبذ جي مٿان ڪنول جو ابتو گل ٺهيل آهي. گنبذ جو نمونو ٻڙا گنبذ مسجد دهليءَ جهڙو آهي. هن تي ڇن جو پلستر ٿيل آهي. مقبرو سني حالت ۾ نه آهي. پاسن کان پلستر اکڙي ويو اٿس. سم ۽ ڪلر جي ڪري مقبري جون سرون ڪاچي ويون آهن. هيءَ مقبرو قديم آثارن واري کاتي جي سنڀال هيٺ آهي.

**جمالين جو قبو**_2: هيءَ قبو سخي اميد عليءَ جي قبرستان ۾، ديهه اين- 87، تعلقي نوابشاهه، ضلعي بينظيرآباد (نوابشاهه) ۾ موجود آهي. هن جي اولهه ۾ 5 ڪلو ميٽرن تي نوابشاهه جو شهر موجود آهي، باقي ڳوٺ پڻ جمالي



جمالين جو مقبرو- 2

قبي-1 واري مفاصلي تي واقع آهن. هيءَ ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ "0 '15 °26 ڊگرين ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ "35 '26 °68 ڊگرين تي واقع آهي. مقبرو چورس 4.85x4.85 ميٽر ۽ اوچائيءَ ۾ 8 ميٽرن جو آهي. هن جي اڏاوت ۾ پڪيون سرون، گل گارو، گچ گارو وغيره استعمال ٿيل آهن. مقبري جو لنگهه اتر پاسي لڳل دروازي مان آهي. لنگهه وٽ چورس ۽ مستطيل پانيل اندر تي ٺهيل آهي. مقبري جي مهاڙيءَ کي ڇڏي باقي ٽن پاسن تي مستطيل ۽ چورس پانيل ٺهيل آهن. ڇت سان ڇڄهري چوڌاري ڦريل آهي. ڇت جي مٿان ۽ گنبذ جي هيٺان وڏو اٺڪندي ڳچ (Drum) تي گنبذ ٺهيل آهي. گنبذ اڌ گول نموني جو آهي، ان جي مٿان فانوس ٺهيل آهي. گنبذ جو نمونو هندستان جي جامع مسجد جونپور وانگر آهي، جيڪا 1470ع ۾ ٺهي تيار ٿي هئي، سڄي مقبري ٻاهران گچ گاري سان پلستر ٿيل هو جيڪو لهي ويو آهي ۽ سرون ظاهر ٿي پيون آهن. اندر سڄي عمارت چورس ۽ مستطيل پانيلن سان سينگاريل آهي. صرف ڪمانيدار پانيلن کي پلستر ٿيل آهن. هن وقت مقبرو خراب حالت ۾ آهي. چوڌاري جهنگلي ٻوٽا وڪوڙي ويا اٿس. سم ۽ ڪلر جي ڪري سرون ڳرڻ لڳيون آهن. مقبري جو پلستر اکڙي ويو آهي. تڪڙي مرمت جي ضرورت آهي. مقبري ۾ ڪير دفن آهي، ان جي ڪا ڄاڻ نه ٿي ملي.

**جمالين جو قبو**_3: هيءَ مقبرو سخي اميد عليءَ جي قبرستان ۾ واقع آهي، جيڪو ديهه اين-87 تعلقي نوابشاهه ۽ ضلعي بينظيرآباد (نوابشاهه) ۾ آهي. هيءَ ماڳ اتر ڊگهائي ڦاڪ "0 '15 °26 ڊگرين ۽ اوڀر ويڪرائي ڦاڪ "35 '26 °68 ڊگرين تي آهي. هن جي اڏاوت ۾ پڪيون سرون، گارو ۽ گچ استعمال ٿيل آهي. مقبرو ڊيگهه ويڪر ۾ 5 ميٽر ۽ اوچائيءَ ۾ 8 ميٽر آهي.



جمالين جو مقبرو-3

مقبرو چورس شڪل ۾ ٺهيل آهي. لنگهه اوڀر ۾ اٿس. مهاڙي چورس ۽ مستطيل پانيلن سان سينگاريل آهي. ٽن پاسن کان ونگن واريون دريون اٿس. ڳچ جي مٿان گول گنبذ ٺهيل آهي، جيڪو اٺڪندو آهي. گنبذ جو نمونو ابراهيم لوڌيءَ جي مقبري واري گنبذ جهڙو آهي. جيڪو 1500ع ۾ ٺاهيو ويو هو. گنبذ- ڳچ تي پلستر ٿيل آهي. باقي ٻاهريون حصو پرڙو آهي. اندر طاقت سان پانيل هر حصي کي ڏنا ويا آهن. اولهه پاسي محراب ٺهيل آهي، جنهن جو ڍير ٻاهر نڪتل آهي. گنبذ- ڳچ کي چار دريون هوا جي گذر لاءِ ڏنل آهن. اندران پلستر ٿيل نه آهي. مقبري اندر ڪل ٽي قبرون ٺهيل آهن، جن تي ڪو به ڪتبو يا لکت ڪا نه آهي ان لاءِ چئي نٿو سگهجي ته ڪنهن جون آهن. هن وقت مقبرو خراب حالت ۾ آهي. چوڌاري جهنگلي گاهه وڪوڙي ويو اٿس. مقبرو سم ۽ ڪلر جي ور چڙهيل آهي هيءَ مقبرو ميرن جي دور جي اڏاوت جو نمونو آهي. مقبري نشين بابت ڄاڻ ڪا نه ٿي ملي.

**جمالين جو قبو**_ 4: هيءَ مقبرو سخي اميد علي جي قبرستان، ديهه اين- 87 تعلقي نوابشاهه ۽ ضلعي بينظيرآباد (نوابشاهه) ۾ آهي. هيءَ ماڳ اتر ڊگهائي ڦاڪ "0 '15 °26 ۽ اوڀر ويڪرائي ڦاڪ "35 '26 °68 ڊگرين تي موجود آهي. هيءَ مقبرو چورس ڊيگهه، ويڪر ۾ 5.30 x 5.30 ميٽر ۽ اوچائي ۾ 3.50 ميٽر آهي. هن جي اڏاوت ۾ پڪيون سرون، گل ۽ گچ گارو استعمال ٿيل آهي. لنگهه اوڀر ۾ ڪمانيدار دروازي سان اٿس. مهاڙي سڌن،

اُين ۾ مستطيل پانيلن جي نهيل اٿس ۽ ٻه مستطيل پانيل هر پاسي نهيل اٿس. هن وقت سيئي پانيل برسات جي پاڻيءَ سبب ڳري ويا آهن. مقبري جي اوچائي، ڊيگهه ۽ ويڪر سان مشابهت ڪانه آهي. ان لاءِ ڏسڻ ۾ عجيب لڳي ٿي. گنبذ سنڌو اڏاوت جي مٿان اڏيو ويو آهي. گنبذ جي مٿان ڪنول جو ابتو گل ۽ گل جي مٿان ڪلس نهيل آهي. گنبذ کي ٻاهران گچ گاري سان


جمالين جو مقبرو- 4

لنبيو ويو آهي. هن جو گنبذ لاڙڪاڻي رتيديري واري علي ڏني ماڇيءَ واري مقبري جي گنبذ جهڙو نهيل آهي. هيءُ مقبرو ميرن جي دور جي اڏاوت جو نمونو آهي. هن تي ڪو به ڪتبو وغيره لکيل ڪو نه آهي جو مدفون شخص جي نالي، وفات وغيره بابت معلوم ٿئي. مقبري جي حالت سٺي نه آهي. سم ڪلر جي ڪري پانيلن توڙي پلوين جون سرون ڳري پٽ پئجي ويون آهن.

**جمالين جو قبو**_5: هيءُ مقبرو سخي اميد علي جي قبرستان، ديهه اين- 87 تعلقي نوابشاهه ۽ ضلعي بينظيرآباد (نوابشاهه) ۾ هيءُ ماڳ اتر ڊگهائي ڦاڪ "0'5°26 ڊگرين ۽ اوڀر ويڪرائي ڦاڪ "35'26°68 ڊگرين تي واقع آهي. هن مقبري جي ڊيگهه ۽ ويڪر 6x6 ميٽر ۽ اوچائي 8 ميٽر آهي. هن جي اڏاوت ۾ پڪيون سرون، گل، گچ گارو وغيره استعمال ٿيل آهي. مقبرو چورس شڪل ۾ نهيل آهي. مقبري جو لنگهه اوڀر پاسي ونگائين در سان آهي. دروازي وٽ طاقن وارو وڏو پانيل جڙيل آهي، جنهن کي هوا جي


جمالين جو مقبرو- 5

گذر لاءِ ونگن سان دري ڏنل آهي. مهاڙي ڪيترن ئي طاقن وارن پانيلن سان نهيل آهي، جيڪي چورس ۽ مستطيل آهن ۽ اهي سينگاريل آهن. اتر ۽ ڏکڻ ۾ دريون نهيل آهن. ان کي ٺوس سنڌو هيٺ ٺهيو ڏنل آهي، جنهن تي

جوڪنڊي گچ (Drum) تي گنبذ نهيل آهي. ان کي چار روشندان آهن، جيڪي هوا جي گذر لاءِ آهن. گنبذ ان جي مٿان نهيل هو جيڪو وقت گذرڻ سان ڪري پيو آهي. مقبرو گنبذ- گچ تائين چن سان لنبيل آهي. جنهن جون اندريون پٽيون پانيلن سان جڙيل آهن. گنبذ- گچ کي ٻاهرن جارا ڏنل آهن. اندر به چن جو پلستر ٿيل هو جيڪو گهٽيو اکڙي ويو آهي. فرش تي ڪِريل ملبو اڻيترو گهٽو آهي، جو فرش جي خبر ڪا نه ٿي پوي ته ڪهڙي قسم جو آهي. مقبرو تمام خراب حالت ۾ آهي. سِرون ظاهر ٿي پيون اٿس. مٿاڇري کان هن ميٽرن تائين سم ۽ ڪلر جي اثر ڪري سرون ڳري ويون آهن. هيءَ اڏاوت ميرن جي دؤرن جي آهي، ڪو به ڪتبو وغيره لڳل نه هئڻ ڪري مقبري نشين بابت ڪا ڄاڻ ڪا نه ٿي ملي.

**جمالين جو قبو**_ 6: هيءُ مقبرو سخي اميد علي جي قبرستان، ديهه اين-87 تعلقي ۽ ضلعي بينظيرآباد ۾ آهي. نوابشاهه شهر کان اولهه طرف پنجن ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي آهي. هيءُ ماڳ اتر ڊگهائي ڦاڪ "0 '15°26 ڊگرين ۽ اوڀر ويڪرائي ڦاڪ "35 '26 °68 ڊگرين تي واقع آهي. مقبري جي ڊيگهه ويڪر 4x4 ميٽر ۽ اوچائي ست ميٽر آهي. هن جي اڏاوت ۾ پڪيون سرون (26x18x15cm) گل ۽ گچ گارو استعمال ٿيل آهي. مقبري کي اوڀر ۾ هڪ سينگاريل ونگائين در سان لنگهه آهي. هر پاسي کي ٻه عدد طاقي پانيل ڏنل آهن. سواءِ مهاڙيءَ جي باقي پاسن کي وچ تي دري ڏنل آهي.


جمالين جو مقبرو-6

ڇت جي چوڌاري ڇڇهري ڏنل آهي. ان تي برجين جا نشان آهن جيڪي هر ڪنڊ تي نهيل هيون. مقبري جي اٺ ڪنڊي گنبذ/ گچ تي اڌ گولائون گنبذ اڏيل آهي.اندر ڪابه قبر نظر نه ٿي اچي جو ڪريل ملبو گهڻو آهي. مقبري تي ڪوبه ڪتبو يا لکت نٿي ملي، جو خبر پوي ته هيءُ ڪنهن جو مقبرو آهي. هن وقت مقبرو خراب حالت ۾ آهي. گنبذ ڪري چڪو آهي. لنگهه جي ڇيڄن وارين ونگون ۽ دريون ڊٺي پيون آهن. سم ۽ ڪلر جي اثر ڪري مقبري جون سرون ڳري ويون آهن. جهنگلي گاهه وڪوڙي ويو آهي. هن مقبري کي مرمت جي ضرورت آهي. هيءُ ميرن جي دور جي اڏاوت معلوم ٿئي ٿي.

**جماڻي** (ذات): جماڻي ڪيترين ئي ذاتين جا پاڙا آهن. جهڙوڪ: نوحاڻين، جوڪين، ٻبرن، داين، لاشارين، ڏهرن ۽ سماٽي ميمڻ وغيره. چاچڙن جي جگهند شاخ، ٻرڙن ۽ وڳڻن جي ذاتين ۾ پڻ جماڻي پاڙوآهي. سهتن ۽ جتن سميت ڪرمتي جتن جي شاخ رباڻي ۽ شولاڻي شاخن ۾ پڻ جماڻي آهن.

هنن جو سردار لاڙڪاڻي ضلعي ۾ وينل (جيڪي جماڻي آهن) سردار خليل احمد وڳڻ (جماڻي) آهي. جماڻي ذات وارا ڏومڪين ۽ چنن جي ذات مان نڪتل هڪ پاڙو به آهي، جن جو سردار هيسب خان بن امام بخش خان جماڻي ڪوس، سکر جي ننڍڙي ڳوٺ جاٽرا ۾ رهندو هو. ان جي نسبت سان ڪوسن جو هڪ پاڙو پڻ جماڻي سڏبو آهي. ٺٽي ضلعي ۾ پڻ وڏي تعداد ۾ جماڻي ذات وارا آباد آهن جيڪي وري ملاح آهن. جماڻي نک شايد انهن ذاتين جي ڪنهن وڏي جمعي خان جي ڪري سڏجي ٿي.

**جماڻي، مدن:** سنڌي ٻوليءَ جو مشهور ڊراما نگار، فلمساز، اداڪار ۽ هدايتڪار مدن جماڻي، رامچند جماڻيءَ جي گهر ۾، 31 ڊسمبر 1934ع تي ڪراچيءَ ۾ ڄائو. سندس والد جو ڪراچيءَ ۾ 'جماڻي اسٽور' نالي ڪپڙي جو دڪان هوندو هو، جتي ننڍي هوندي مدن جماڻيءَ پنهنجي والد وٽ هاسانند جادوگر، تاراچند گاجرا، هيرانند ڪرمچند ۽ ٻين ڪيترن اديبن ۽ صحافين جون ڪچهريون ٻڌندو هو ۽ جڏهن ورهاڱي ڪان پوءِ مائٽن سان گڏ ڀارت لڏي ويو ته



انهن ڪچهرين جو اثر قبولي هن لکڻ شروع ڪيو. مدن جماڻيءَ جي تعليم مئٽرڪ ۽ ڊي. ڊي. اي (يونيسڪو) آهي. هن ڏيڍ سؤ ڪان وڌيڪ سنڌي، هندي ۽ گجراتي ناٽڪن ۾ ڌار ڌار ڪردار ادا ڪري انعام حاصل ڪيا آهن. هن ڪيترن ئي ناٽڪ جي چٽاڀيٽن ۾ جج طور ۽ ڊراما ورڪشاپن ۾ گائيڊ ۽ آرگنائيزر طور ڪردار ادا ڪيو آهي. مدن جماڻيءَ سنڌي اسٽيج کي اصلوڪا ناول: (1) گهر، گروهَ جو در (سينٽرل هندي ڊائريڪٽوريٽ پاران 1986ع ۾ انعام کٽيل)، (2) ڪاڪو ڪَلومل (سينٽرل هندي ڊائريڪٽوريٽ پاران 1986ع ۾ انعام کٽيل)، (3) رام رام سائين، (4) لاڏو لاڏي آٽيندو، (5) سهڻو شاهه لطيف وغيره ڏنا آهن. ان کان سواءِ هن 25 هڪ فصلا ناٽڪ (One Act Plays)، 75 ريڊيو ناٽڪ، 2 اسٽريٽ ناٽڪ، 25 ٽي.وي ناٽڪ ۽ ڪيترين وڊيو فلمون، جهڙوڪ: (1) هل ته پڇي هلون، (2) اپنا گهر، (3) ريڪا جو خون، (4) بگو بئريسٽر، (5) ادو عبدالرحمان- سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي جهوليءَ ۾ وڌيون آهن.

مدن جماڻي 1949ع کان 1956ع تائين هنديءَ ۾ ناٽڪ لکيا ۽ اسٽيج ڪيا، پر اڳتي هلي گوبند مالهيءَ ۽ ڀڳونتي ناواڻيءَ سان گڏجي سنڌي ناٽڪ جي دنيا ۾ آيو. هن سنڌي ساهت منڊل ۽ گوبند مالهيءَ جي ڪلاڪار منڊل ۾ اداڪار ۽ هدايتڪار طور ڪافي عرصو ڪم ڪيو. هن سنڌيءَ ۾ پهرين ريڊيي لاءِ ۽ پوءِ اسٽيج لاءِ ناٽڪ لکيا. سندس ناٽڪ آل انڊيا ريڊيي دهلي، ممبئي، احمدآباد، جئه پور، ڀوپال ۽ ٻيءَ تان وقت بوقت نشر ٿيندا رهيا آهن. هن خاص سنڌ جي سنڌين واسطي به ايڪسٽرنل سروس لاءِ ناٽڪ لکيا ۽ پيش ڪيا آهن. ان کان سواءِ ڀارت جي هر مکيه شهر کان سواءِ هانگ ڪانگ ۽ دبئيءَ ۾ به ناٽڪ اسٽيج ڪيا آهن.

سنڌي ناٽڪ جا 100 سال (1986ع) پورا ٿيڻ تي هن ڀارت جي جدا جدا شهرن ۽ خاص ڪري ناگپور شهر ۾ جلسا ڪرائي، سنڌي ناٽڪ کي وڏي هٿي ڏني. نامور اديب ۽ ناٽڪ ڪار منگهارام ملڪاڻيءَ کيس "سنڌي رنگ منچ (اسٽيج) جو بهترين ڪلاڪار" قرار ڏنو آهي.

مدن جماڻيءَ جي بهترين ناٽڪن تي مشتمل ڪتاب "مدن جماڻيءَ جا ناٽڪ"، 'نيو سنسار سماچار' (هفتيوار) جي پبلشر راجا داس 1996ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو، جنهن ۾ هن جي اسٽيج، ريڊيي ۽ ٽي وي ناٽڪن کان سواءِ اسٽريٽ ناٽڪ، مني ناٽڪ ۽ هڪ ڪرداري ناٽڪ وغيره ڪيا. مدن جي مشهور ناٽڪن ۾: 'هڪ به ٽي'، 'اوٿيلو' (شيڪسپيئر جي ناٽڪ جو ترجمو)، 'تون به رهه، مان به رهان'، 'ڏس پئسي جا رنگ'، 'پلئه پلي'، 'دولت ڪا نشا' ۽ ٻيا ڪيترائي اچي وڃن ٿا. مدن جماڻيءَ جن ناٽڪن ۾ هدايتڪار طور ڪم ڪيو آهي، سي هيٺين ريت آهن: 'ماءُ ته منهنجي'، 'شڪار'، 'ڪفن'، 'هيءَ باهه ڪڏهن وسامندي'، 'هماري بچي' وغيره. سندس اهي ناٽڪ تمام گهڻو مشهور ٿيا. هن ڪرداري ناٽڪن (Shadow Plays) جهڙوڪ: 'سنت ڪنور رام'، 'هيمون ڪالاڻي'، 'جوزس ڪرائيسٽ'، 'ساڌو ٽي. ايل. واسواڻي' ۽ 'مرڪي مليا جي موت سان' ۾ به ڪم ڪري پاڻ مڃايو آهي. کيس بهترين اداڪاريءَ تي 'سينٽرل هندي ڊائريڪٽوريٽ'، آل انڊيا ريڊيو، يونيسڪو، سنڌي ساهتيه اڪيڊمي مهاراشٽر ۽ ٻين ادارن پاران ڪيترائي اوارڊ، ڪپ، شيلڊون ۽ مڃتا سرٽيفڪيٽ ملي چڪا آهن.

**جمبو گاھ** (Jumbo Grass): جمبو گاھ بهار يا اونهاري ۾ پوکيو وڃي ٿو. هيءَ فصل گاھ طور گهڻي پيداوار ڏيندڙ آهي. چاڪاڻ ته سنگ يا گل دير اچڻ جي ڪري هن گاھ جي پيداوار گهڻو وقت قائم رهي ٿي. جمبو گاھ جانورن جي چاري لاءِ گهڻي عرصي تائين هلي ٿو. هن گاھ ۾ پن گهڻا ٿين ٿا ۽ چاري لاءِ وڌيڪ مقدار ملي ٿو. هن گاھ ۾ پنن جو ڏانڊين کان وڌيڪ تعداد ٿيندو آهي، جنهنڪري چاري جو معيار سٺو اٿس. گاھ جي خشڪ مادي جي پيداواري صلاحيت وڏي وڃڻ سبب ۽ مناسب مناڻ هئڻ ڪري جمبو گاھ مال جي کائڻ لاءِ لذيذ ٿئي ٿو، جنهنڪري گوشت ۽ کير جي پيداوار ۾ پڻ اضافو ٿئي ٿو. آبهوا جي غير مناسب حالتن ۾ ٻين گاھن جي واڌ گهٽ ٿئي ٿي، پر جمبي گاھ جي واڌ قائم رهي ٿي. سنڌ جي لاڙ توڙي وچولي وارن پاڳن ۾ هيءُ گاھ مال جي چاري طور پوکيو وڃي ٿو.

**آبهوا:** جمبو گاھ آبهوا جي سخت حالتن ۾ به ٻين گاھن جي ڀيٽ ۾ واڌ قائم رکي ٿو. هيءُ گاھ بهار ۽ اونهاري جو فصل آهي. عام حالتن ۾ جمبي گاھ ۾ پوکيءَ بعد 180 ڏينهن تائين گل نٿا اچن، جڏهن ته ٻين گاھن ۾ 60 ڏينهن اندر گل نڪري اچن ٿا. پر جيڪڏهن گاھ جي چارائي ۾ دير ٿئي، تڏهن به فصل تي گل نٿا اچن ۽ گاھ ۾ منو ذائقو برقرار رهي ٿو.

هن گاھ جي پوک لاءِ بهتر پاڻيءَ جي نيڪال واري زمين جي چونڊ ڪرڻ گهرجي. هن فصل جي پوک لاءِ لناشي زمين موزون هوندي آهي، پر جيڪڏهن زمين ۾ پاڻيءَ جو نيڪال صحيح نه هجي ته هر ڏئي زمين کي نرم ڪجي.

**زمين جي تياري:** اڳئين فصل مان گندگاھ ڪڍڻ لاءِ ٽالهين وارو هر ڏئي زمين کي هموار ڪرڻ گهرجي ته جيئن پاڻيءَ جي گهٽ وڌائيءَ سبب گاھ جي واڌ متاثر نه ٿئي. بعد ۾ به ٽي هر ڏئي ۽ سانهر گهمائي زمين کي پوکيءَ لاءِ تيار ڪجي.

**پوکيءَ جو وقت ۽ طريقو:** هن گاهه جي پوکڻ جو صحيح وقت مارچ جو مهينو هوندو آهي. گاهه جي پهرين لُڻائي مئي جي مهيني ۾ لئي سگهجي ٿي. جڏهن ته هن گاهه کي مارچ بعد به پوکي سگهجي ٿو جمبو گاهه گهڻن لابن ڪٽائي (Multi Cut) وارو گاهه آهي. ان ڪري هن گاهه کي گهڻي عرصي تائين استعمال سبب قطارن ۾ پوکيو وڃي ٿو جنهنڪري گندگاهه جي



جمبو گاهه

صفائي، پاڻ ۽ دوائن جي استعمال ۾ آساني ٿئي ٿي. پوکيءَ وقت فصل جي قطارن وارو مفاصلو ڏيڍ فوٽ هئڻ گهرجي ۽ زمين ۾ گهم يا پوسل جو خاص خيال رکجي.

**ٻج جو مقدار:** جمبي گاهه لاءِ ٻج جو مقدار 8 ڪلوگرام في ايڪڙ هئڻ گهرجي.

**پاڻ ڏيڻ:** هن فصل ۾ پوکيءَ وقت به ٻوريون نائٽروفاس، هڪ ٻوري پوٽاشيم سلفيٽ پهرين لڻائيءَ وقت ۽ هڪ ٻوري امونيم نائٽريٽ پهرين پاڻي يا 21 ڏينهن بعد ڏجي.

**پاڻي ڏيڻ:** هن گاهه جي فصل ۾ پهريون پاڻي پوکيءَ جي 20 کان 25 ڏينهن بعد ڏيڻ کپي ته جيئن ٻج مضبوطيءَ سان پاڙون لڳائي. گرمي گهڻي هجي ته پاڻي تڪڙو ڏيڻ کپي، بعد ۾ زمين اندر گهم جو تناسب رکي پاڻي ڏيڻ جو وقت مقرر ڪجي.

**گُڏ ڪيڻ:** فصل ۾ گندگاهه جي وڌڻ جو امڪان رهندو آهي جنهنڪري فصل ۾ گڏ ڪيڻ ذريعي گندگاهه ختم ڪجي.

**ڪٽائي يا لوب وٺڻ:** هن گاهه جا تيلا 3 کان 4 فوٽ ڊگها ٿين ته انهن جي لڻائي ڪجي، جيڪو لڻائيءَ جو صحيح وقت ٿئي ٿو ان عرصي ۾ گاهه ۾ پروٽين ۽ لذت تمام گهڻي ٿئي ٿي. لڻائيءَ ۾ دير سبب گاهه سخت ٿي ويندو آهي.

**پيداوار:** هن فصل جي پيداوار 1600 کان 2000 مڻ في ايڪڙ ملي ٿي.

**جميري (ڊگهو ليمون):** هيءَ ليمي جي هڪ جنس آهي، جيڪا سنڌ ۾ ٿئي ٿي. هيءَ جنس اڪثر طور ڦر گهڻو ڏئي ٿي، ٻر هن ۾ ليمي جي ٻين جنسن ۾ جهڙوڪ ڪاغذي وغيره کان رس گهٽ هوندي آهي. هڪ ميٽر کان ڇهن ميٽرن تائين ڊگهو ٿئي ٿو هن جي ٽارين ۾ ڪنڊا جام ٿيندا آهن. هن جو ڦَر بيضوي شڪل جو هوندو آهي، جنهن جي آخر ۾ ننڍڙو چوٽي وانگر اڀار هوندو آهي. هيءَ ليمي جو وڻ سمنڊ جي سطح کان ٻارهن ميٽر مٿي ڪثرت سان ٿئي ٿو پوکڻ کان پوءِ اڙهن مهينن اندر فصل ڏئي ٿو هيءَ ليمون عام ليمي کان تيز هوندو آهي، انهيءَ ڪري اسڪوائيش شربت، شڪنجبين وغيره هن مان ٺاهيا وڃن ٿا. هن کي هنديءَ ۾ جميرو ٻڙا ليمون، بنگاليءَ ۾ جاميرليبو گجراتيءَ ۾ موٽيوليبو لانبا ليبو ۽ لاطينيءَ ۾ 'Citrus Lemon' چوندا آهن. هن جو مزاج ٻه درجا سرد ۽ ٽي درجا خشڪ لئي ٿو.

**جمُر:** هيءَ هڪ قسم جو جابلو وڻ آهي. عام طرح بيد جي وڻ کي جمر چئبو آهي، جيڪو ٻڍي جبل جي جهنگ واري علائقي ۾ تمام وڏي وڻ جي صورت ۾ ٿيندو آهي. اهڙن ئي وڻن جو تذڪرو شاهه سائينءَ سر سسئي آبريءَ جي داستان ٻئين ۾ هيٺئين بيت جي صورت ۾ ڪيو آهي:

وڏا وڻ وڻڪار جا، جت جائو جمر جر،
ڪوسا تپن ڪڪرا، ٻي دم دم تپي ڏر،
ويچاري ڏئي ور، پير نه لهي پرينءَ جو.

**جمرة:** عربي ٻوليءَ ۾ جمرة ٻهڻي يا پٿريءَ کي چوندا آهن. صبح جي موقعي تي حاجي عرفات کان موٽندي منزل ڪندا، هن هنڌ تان پٿريون ڪڻندا آهن ۽ ٻن ٿنڀن ۽ هڪڙي ديوار کي هڻندا آهن. انهن ٿنڀن ۽ ديوار کي عام ماڻهو شيطان يا ابليس چوندا آهن. حج ادا ڪندڙ سڀئي حاجي اها رسم ادا ڪندا آهن.

"10 ذوالحج تي، عيد جي قربانيءَ کان اڳ هر هڪ حاجيءَ کي ست ست پٿريون جمرة العقبي تي اڇلڻيون پونديون آهن. 11 تاريخ تي وچينءَ جي وقت هر هڪ جمرة اوليٰ کان شروع ڪري جمرة العقبيٰ تائين ست ست پٿريون هڻندا آهن. اهڙيءَ طرح 12 تاريخ تي به اهو عمل دهرائيندا آهن. پٿريون دستور موجب مزدلفه مان آڻيون پونديون آهن. هر هڪ پٿري ڪجيءَ جي ڪڪڙي جي ماپ جيتري ڪڻندا آهن. پٿري هڻڻ وقت "بسم الله، الله اڪبر" چوندا آهن. فقيهن جي خيال موجب پٿريون هڻڻ سان دشمنيءَ جو اظهار ڪجي ٿو. الجمرة کي پٿريون هڻڻ دراصل شيطان کي مارڻ آهي.

**جمڙائو** 1: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ گهنور چانڊيو ۽ ميجر غلام ذڪريا ڳوٺ شامل آهن.

**جمڙائو** 2: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حاجي مير خان مري ۽ امير شاهه پناڻ.

**جمڙائو** 3: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

بچل خان خاصخيلي، ولي محمد فقير ۽ غلام محمد ڏاهري.

**جمڙائو** 4: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

نياز آباد، مير حسن شر ۽ نور محمد ڏاهري.

**جمڙائو** 5: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ محمود شر نالي شامل آهي.

**جمڙائو** 6: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ حسين بخش زرداري شامل آهي.

**جمڙائو** 7: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ٽنڊو سرور ۽ لعل بخش سنجراڻي.

**جمڙائو** 9: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ وزير آباد شامل آهن.

**جمڙائو** 10: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: سرور آباد ۽ سيد صالح شاهه.

**جمڙائو** 11: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ پريتم آباد ۽ ڇنڙو نالي ڳوٺ شامل آهن.

**جمڙائو** 12: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

محمد عثمان نظاماڻي، خدا بخش چانگ، حاجي فتح علي، نياز پنيرو، سومر فقير مهر، پائي خان وساڻ ۽ خير محمد جوڻيجو.

**جمڙائو** 13: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جمڙائو 13، جيلر جو ڳوٺ، رکيل خان پرڳڙي، عبدالقادر ۽ جان محمد آرائين.

**جمڙائو** 13A: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ قوٽل خان پرڳڙي شامل آهي.

**جمڙائو** 14: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

دريا خان بالادي ۽ مهر خان چانگ.

**جمڙائو** 15: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ 15 جمڙائو نالي شامل آهي.

**جمڙائو** 16: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جمڙائو 16، جام منا خان ۽ شير خان مهر.

**جمڙائو** 17: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

فتح محمد بروهي، محمد اسماعيل چانگ ۽ خان محمد ٽالپر.

**جمڙائو** 18: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ ڏهيا ۽ جاگير ڳوٺ شامل آهن.

**جمڙائو** 19: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ محمد خان ٽالپر ۽ خدا بخش جوڻيجو ڳوٺ شامل آهن.

**جمڙائو** 20: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سائين بخش رند، چوڌري فرزند علي حاجي جهنڊا، ٽنڊو سومرو، علي بخش پرڳڙي، عطا محمد بروهي ۽ اعظم خان رند.

**جمڙائو** 21: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جمڙائو 21، چوڌري سلطان احمد، چوڌري برڪت علي، سيد معصوم علي شاهه، حبيب مهر، فتح محمد ۽ خان محمد بروهي.

**جمڙائو** 22: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ جمڙائو 22 شامل آهي.

**جمڙائو**23: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ديهه 23 جمڙائو، قاسم هوٽل ۽ جلال الدين سيال.

**جمڙائو** 24: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ جمڙائو 24 جي نالي سان شامل آهي.

**جمڙائو** 25: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جمڙائو 25، چوڌري اختر علي ۽ چوڌري حامد علي.

**جمڙائو** 26: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سائين بخش مري ۽ ڏاڙهون جمالي.

**جمڙائون** 27: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حاجي قادر داد ۽ خداداد سنجراڻي.

**جمڙائو** 28: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ جمڙائو 28 نالي شامل آهي.

**جمڙائو** 29: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ جمڙائو 29 نالي هڪ ڳوٺ شامل آهي.

**جمڙائو** 30: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ 30 جمڙائو نالي شامل آهي.

**جمڙائو** 31: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

راوتياڻي، وڏيرو الهورايو ڪهر خان چاڪراڻي، چوڌري علم دين ۽ آچر خان چاڪراڻي.

**جمڙائو** 32: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جمڙائو 32، بروهي ڳوٺ، ڪانديرو وساڻ ۽ صابو وساڻ.

**جمڙائو** 33: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

رام پور، رکيل رند ۽ حاجي غلام حسين سنجراڻي.

**جمڙائو** 34: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حاجي قوٽو ڏهيو، غلام محمد ٿهيم، حاصل فقير خاصخيلي ۽ اسماعيل پنّي.

**جمڙائو** 35: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڪڇي ڳوٺ، خدا ڏنو شاهه ۽ گدرو ماڇي.

**جمڙائو** 36: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ٽيلو لغاري، شادي خان، ولي محمد چانگ ۽ صوبو لنڊ.

**جمڙائو** 37: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

رانجهو چانگ، پنهون قذاق ۽ سالار فقير پنهور.

**جمڙائو** 38: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جمڙائو 38 ۽ الله بخش خان.

**جمڙائو** 39: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ 39 جمڙائو نالي شامل آهي.

**جمڙائو** A 40: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

احمد خان خاصخيلي، پير بخش چاڪراڻي ۽ حاجي چتل بيگ.

**جمڙائو** 40: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ وليرام شامل آهي.

**جمڙائو** 41: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ پلاٽن جو هڪ ڳوٺ اسلام آباد نالي شامل آهي.

**جمڙائو** 42: تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڳوٺ صالح، بوزدار، حبيب پنهور، اڪو ڪولهي، سليمان مهاجر، محمد خاصخيلي ۽ علي محمد ڪلوئي.

**جمڙائو** 43: تعلقي ڄام نواز عليءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڪاڪوپير، مراد پير، عطا محمد بروهي، محمد بخش بروهي ۽ امداد آباد.

**جمڙائو** 44: تعلقي ڄام نواز عليءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

بگو خان بوزدار، شاهہ محمد پنجابي ۽ ڪانديرو.

**جمڙائو** 45: تعلقي ڄام نواز عليءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ منگياري جي نالي سان شامل آهي.

**جمڙائو** 46: تعلقي ڄام نواز عليءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جان محمد وساڻ، سوپو وساڻ ۽ غلام محمد مري.

**جمڙائو** 47: تعلقي ڄام نواز عليءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ ٽپالي نالي سان شامل آهي.

**جمڙائو** 48: تعلقي ڄام نواز عليءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

نئون آباد، عبدالحڪيم لسڪاڻي ۽ محمد بخش لسڪاڻي.

**جمڙائو** 49: تعلقي ڄام نواز عليءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ ٻہ ڳوٺ دائود راڄپر ۽ پراڻو آباد شامل آهن.

**جمڙائو** 50: تعلقي ڄام نواز عليءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پير جمن شاهہ، شاهہ نواز ناريجو ۽ حبيب مگريو.

**جمڙائو** 51: تعلقي ڄام نواز عليءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

تلا شاهہ، محمد امين پنجابي ۽ فقير غلام حسين.

**جمڙائو** 52: تعلقي ڄام نواز عليءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ نظير خان ۽ حاجي دين محمد ناريجو ڳوٺ شامل آهن.

**جمڙائو** 53: : تعلقي ڄام نواز عليءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

راڳهو ڀيل، قاسم خاصخيلي، حاجي نظرمحمد بلوچ ۽ ڄام حيدر علي

**جمڙائو** 54: تعلقي ڄام نواز عليءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ حاڪم خان مهر، لڪل بخش سولنگي ۽ عبدالمالڪ مري ڳوٺ شامل آهن

**جمڙائو** 55: تعلقي ڄام نواز عليءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

محمد موريل وساڻ، جيئندو پنهور، صاحب خان جوڻيجو ۽ ڏمبو ڀيل

**جمڙائو** 56: تعلقي ڄام نواز عليءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڀيرواري، پائي خان وساڻ، شيرل خان مري ۽ چانديو ڳوٺ.

**جمڙائو** 57: تعلقي ڄام نواز عليءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

مالان مجيد، هيرو ڪولهي، حاجي سهراب ۽ غلام شاهہ.

**جمڙائو** 58: تعلقي ڄام نواز عليءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڪلو خان جت، الهڏنو خاصخيلي، جاڙو خان ۽ يار محمد شاهہ.

**جمڙائو** 59: تعلقي ڄام نواز عليءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڪلو ڳاهو، نيو دلوڙ، بخش خان ڪلوڻي، محمد شفيع، ڏٽي پرتو ڀير ۽ يوسف پنجابي.

**جمڙائو** 60: تعلقي ڄام نواز عليءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ جان محمد ڪلوئي نالي شامل آهي.

**جمڙائو** 61: تعلقي ڄام نواز عليءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

محبت خان پرڳڙي، ڏيٺو خان چانديو، علي ڏنو خان ملوڪاڻي ۽ جليل پنجابي.

**جمڙائو** 62: تعلقي ڄام نواز عليءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڦوٽو خان خاصخيلي، ڪمال خان خاصخيلي ۽ وزير علي ڪلوئي.

**جمڙائو** 63: تعلقي ڄام نواز عليءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ عطا محمد خان مري ۽ رسول بخش ڳوٺ شامل آهن

**جمڙائو** 64: تعلقي ڄام نواز عليءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ سردارپور ۽ عثمان شيدي ڳوٺ شامل آهن.

**جمڙائو** 65: تعلقي ڄام نواز عليءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ ڪوريءَ جو بنگلو ۽ رسول بخش ڳوٺ شامل آهن.

**جمڙائو** 66: تعلقي ڄام نواز عليءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

مير محمد مگريو، فقير علي حسن ڪٿوهڙ ۽ حاجي عالم اوڊ.

**جمڙائو** 67: تعلقي ڄام نواز عليءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سڪن جو ڳوٺ، پٽوين ريلوي اسٽيشن ۽ جهاجرن جو ڳوٺ.

**جمڙائو** 68: تعلقي ڄام نواز عليءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ پهلوان لغاري نالي شامل آهي.

**جمڙائو** 80: تعلقي ڄام نواز عليءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ مبارڪ مهر ۽ نشو مهر ڳوٺ شامل آهن.

**جمڙائو** 82: تعلقي ڄام نواز عليءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ دين محمد جوڻيجو موجود آهي.

**جمڙائو** 83: تعلقي ڄام نواز عليءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ دريا خان کوسو ۽ غلام محمد ڏاهري ڳوٺ شامل آهن.

**جمڙائو** 84: تعلقي ڄام نواز عليءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ بخشل ڪتوهر جي نالي سان شامل آهي.

**جمڙائو** 85: تعلقي ڄام نواز عليءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ حاجي رسول بخش جوڻيجو ۽ ڄام نواز علي ڳوٺ شامل آهن.

**جمڙائو** 86: تعلقي ڄام نواز عليءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ ميوو ڪوري ۽ ديوان لالچند ڳوٺ شامل آهن.

**جمشيد انصاري**: ٽي. وي، ريڊيو ۽ اسٽيج جو مشهور فنڪار. جمشيد انصاريءَ، 31 ڊسمبر 1942ع ۾ سهارنپور ۾ پيدا ٿيو. پاڪستان جي قيام کان پوءِ سندس خاندان ڪراچيءَ ۾ اچي رهائش اختيار ڪئي. گريجوئيشن کان پوءِ هو لنڊن هليو ويو. جتي هن معروف نشرياتي اداري بي. بي. سيءَ ۾ ڪم ڪيو ۽ ٽيلي پروڊڪشن جا ڪورس به مڪمل ڪيا. 1968ع ۾ هو پاڪستان آيو ۽ هتي ريڊيو پاڪستان تي صداڪاريءَ جا جوهر ڏيکاريائين. هو ڏگهي عرصي تائين ريڊيو پاڪستان جي مشهور پروگرام 'حامد ميان ڪي هان' ۾ پنهنجي صلاحيتن جو مظاهرو ڪندو رهيو.



هن 18 جنوري 1974ع تي شادي ڪئي. پاڪستان ٽيليويزن ۾ اچڻ کان پوءِ هن پي. ٽي. وي لاهور مرڪز جي ڊرامي 'جهروڪي' کان پنهنجي فني زندگيءَ جي شروعات ڪئي، پر ڪيس اصل شهرت ڪراچي مرڪز تان ملي. جتان هن حسينه معين جي لکيل ڊراما سيريلن: 'ڪرن ڪهاني'، 'زير زبر پيش'، 'انڪل عرفي' ۽ 'تنهائيان' ۾ يادگار ڪردار ادا ڪيا. هن جي ٻين سيريلن ۾ : 'پس پردہ'، 'آشيانا'، 'خزان ڪا راز'، 'رفته رفته'، 'برگر فيملي'، 'رات ريت اور هوا'، 'زهي نصيب'، 'مالونيم شب' ۽ 'چاند بابو' اهم آهن. هن 24 آگسٽ 2005ع تي ڊگهي علالت کانپوءِ ڪراچيءَ ۾ وفات ڪئي.

**جمشيد نسروانجي ميهتا**: ناليوارو سياستدان، سماجي خدمتگار. جمشيد نسروانجي ميهتا، 7 جنوري 1886ع تي پيدا ٿيو. سندس والد جو نالو خانبهادر نسروانجي ميهتا هو. جنهن پنهنجي محنت، محبت، ڪفايت شعاري ۽ ڪاروباري لياقتن سان وڏي ملڪيت جمع ڪئي. جمشيد نسروانجيءَ جي والده جو نالو گل ٻائي هو جيڪا پڻ خدا ترس عورت هئي. جمشيد نسروانجي شاهوڪار هجڻ باوجود سادي حياتي گذاري. سڄي زندگي شادي نہ ڪيائين. بيڙي، شراب، گوشت، مڇي وغيره کان پري رهيو. ڀاڄين، دالين، ميوي ۽ کير تي گذر ڪندو هو. سڄي زندگي ڪاٽ جي صندل تي چادر وڇائي سمهندو هو. اعليٰ درجي جو ڪم ڪندڙ هر روز صبح جو چئين وڳي اٿي غسل ڪري عبادت بعد ڪتاب پڙهندو هو ان کان پوءِ فجر مهل ٻاهر جي ڪاروبار لاءِ تيار ٿي ويندو هو. چانهه پيئڻ تائين ڪيترائي ماڻهو وٽس ملاقات لاءِ ايندا هئا. جن ۾ ڪي بيواهه عورتون، ڪي مسڪين. ڪي مشڪلاتن ۾ ڦاٿل ماڻهو هوندا هئا. انهن وڳي ڏاري ڪمن



ڪارين سان نڪري ويندو هو. گهٽ ۾ گهٽ ڇهن کان پنجاهه تائين مختلف ادارن ۽ مختلف ڪمن ۾ روزانو حصو وٺندو هو. جن جو شمار ڪرڻ مشڪل هو. پر هر ڪم ۾ وقت جي پابندي سان شريڪ ٿيندو هو. سندس مکيه مشغلا پنج هوندا هئا. (1) ڪتابن جو مطالعو ۽ غور فڪر. (2) شخصي ڪاروبار ۽ ڪارخانن جي سنڀال. (3) ڪراچي ميونسپالٽي، بئنڪن ۽ ٻين اڪيچار ادارن جي مشغولي. (4) ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ حلقي ۽ ٻين دوستن سان ملاقاتون. (5) خدمت خلق. ڪراچيءَ جو ڪو به ادارو، جاءِ، شخص، پاڙو سندس لطف جي نظر کان محروم نہ هوندو هو. ڪٿي ٻاهه لڳي، ڪو حادثو ٿيو. ڪنهن دوست يا غريب جي بيماري ڏک ۽ تڪليف جو احوال ٻڌائين ته جمشيد هڪدم اتي پهچي ويندو هو. هي هڪ بلند اخلاق، سادي مزاج وارو، صبر جو پيڪر، مذهب ۽ قوم جو فرق رکڻ سواءِ انسان ذات جي ڀلائي چاهيندڙ هو. هو سچو سياستدان، ماليات جو ماهر، سماجي ڪارڪن، مدبر ۽ ڪرم يوگي هجڻ جي باوجود تارڪ دنيا ساڌو هو.

جمشيد نسروانجي ميهتا سياست جي شروعات 1913ع ۾ ڪئي. جڏهن ڪراچيءَ ۾ آل انڊيا نيشنل ڪانگريس جو اٺاويهون اجلاس ڪٺو ٿيو هو. 1919ع ۾ جڏهن ڊاڪٽر اينِي بيسنٽ 'هوم رول ليگ' ٺاهي، تڏهن هي ان ۾ شامل ٿيو ۽ پوءِ ڪراچي شهر جو صدر به چونڊيو ويو. 1915ع ۾ ڪراچي ميونسپالٽيءَ جو ميمبر ٿيو. غلام علي چاڳلا جي صدارت تان استعيفيٰ ڏيڻ کان پوءِ هيءُ صدر چونڊجي ويو ۽ 1933ع تائين ان عهدي تي رهيو. هن ڪراچي شهر جي سڌاري ۽ ترقيءَ لاءِ وسان نہ گهٽايو. 1933ع ۾ ڪراچي ميونسپل ائڪٽ جي درستيءَ لاءِ هن کي بمبئي ليجسليٽو ڪائونسل تي نامزد ڪيو ويو. جنهن مطابق ڪراچي ڪارپوريشن قائم ٿي، ڪيس ان جو پهريون ميئر چونڊيو ويو. 1933ع ۾ ميونسپالٽيءَ کان رٽائر ڪيائين. سنڌ جي ممبئيءَ کان آزاديءَ واري تحريڪ ۾ هن هر طرح جي ڪوشش ورتي. سنڌ جي ممبئيءَ کان جدا ٿيڻ بعد 1937ع ۾ دادو ضلعي مان سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊجي آيو ۽ آزاد ميمبر ٿي رهيو. پاڪستان قائم ٿيڻ کان پوءِ پيرسنيءَ ۾ به هر سماجي ڀلائيءَ جي ڪم لاءِ حڪومت

سان تعاون ڪندو هو ۽ حڪومت بہ سندس ڪمن ۽ خدمتن مان فائدو حاصل ڪندي هئي. هيءَ پهرين آگسٽ 1952ع تي وفات ڪري ويو.

**جمع الجوامع**: 'جمع الجوامع' فارسي لغت آهي، جنهن جو مصنف پير سيد محمد راشد روضي ڌڻي آهي. سيد محمد راشد روضي ڌڻي وقت جو




بي مثال ماهر انساب ۽ رجال، تصوف، تفسير، حديث، فقه خاص ڪري لغت جو محقق هو. پير صاحب ٻي صدي هجريءَ کان يارهين صدي هجريءَ تائين ڇپيل لغتن کي اڳيان رکي 'جمع الجوامع' جي نالي لغت تيار ڪئي، جيتوڻيڪ هن لغت جو بنيادي ماخذ 'فرهنگ رشيدي'، تصنيف عبدالرشيد علوي ٺٽوي آهي، پر ان کان سواءِ 100 کان مٿي فارسي ۽ عربي لغتون بہ سندس اڳيان رهيون. امام اصمعي جي لغت بہ پير صاحب جي ماخذن ۾ شامل هئي. 'جمع الجوامع' ۾ لغت کان سواءِ تفسير، حديث، فقه، تصوف، علم نجوم، علم فلڪيات، علم انساب ۽ رجال، تاريخ ۽ جاگرافيءَ تي مناسبت نموني سان بحث ڪيل آهي. ڪيترن هنڌن تي قديم لغت نويسن سان مدلل اختلافي بحث بہ ٿيل آهي. مواد جي اعتبار سان هيءَ لغت فارسيءَ جي سمورين لغتن کان مٿاهين آهي. 'جمع الجوامع' بنيادي طرح فارسي لغت آهي، پر فارسيءَ سان گڏ عربي، سنڌي، هندي، ترڪي، سرياني، عبراني، قزويني، ڪشميري، مصري ۽ يوناني ٻولين جا لفظ ۽ اصطلاح بہ ان ۾ موجود آهن. جڏهن تہ لفظن جا واحد جمع، مذڪر مؤنث، ضد، مصدر، فعل، فاعل ۽ مفعول بہ ڏنل آهن. 'جمع الجوامع' جو واحد قلمي نسخو پير وهب الله شاهہ راشدي جهنڊي واري وٽ هو، اتان 'ڪراچي نيشنل ميوزيم' ۾ پهتو. محفوظ ڪيل قلمي نسخو 1291هہ/ 1874ع جو لکيل آهي. اصل جمع الجوامع قليم، ٽِن جلدن ۾ 3500 صفحن تي مشتمل آهي. هينئر انهن مان ٽيون قلمي جلد غائب آهي. 'سڪندريہ پبليڪيشنز جامعہ راشديہ' طرفان جمع الجوامع جا مفتي محمد رحيم سڪندريءَ ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي نگرانيءَ ۾، ڊاڪٽر خضر نوشاهي، مولانا محمد حسن راجپوت، مولانا غلام شبير سومري ۽ مولانا دوست علي بروهيءَ جي تحقيق سان ٽي حصا شايع ٿي چڪا آهن. پهريون جلد 2007ع ۾ 300 صفحن تي، ٻيو جلد 2009ع ۾ 408 صفحن تي ۽ ٽيون جلد 2010ع ۾ ڇپيو، جيڪو 516 صفحن تي مشتمل آهي.

**جمعو اگهم**: تعلقي رتيديري جي هڪ ديهہ جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جمعو اگهم، اڏاٽيجا ڳوٺ، ڪيول مل، مشتاق لولائي، ڇٽومل، ڊرب، محراب خان، پير بخش بروهي ۽ ورِيام اُڍو.

**جمعو جکرو**: تعلقي ٽنڊي محمد خان جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پير جو ڳوٺ، سليمان جنجي، ستار خان چانڊيو، راڄ محمد خاکي ۽ شفيع محمد ابڙو.

**جمعو خان 'غريب'**: شاعر جمعو خان 'غريب'، 15 جنوري 1885ع تي ڳوٺ مريد خان لاڪير، تعلقي ميهڙ، ضلعي دادوءَ ۾ ڄائو. پرائمري تعليم مقامي اسڪول مان حاصل ڪيائين. سنڌي فائنل پاس ڪرڻ بعد عملي زندگيءَ جي شروعات هڪ استاد جي حيثيت ۾ ڪيائين ۽ هڪ مثالي



استاد ٿي رهيو. جمعي خان جي تربيت علمي ماحول ۾ ٿي، اسڪولي تعليم ٿوڙي ملازمت دوران پنهنجي خداداد ذهني صلاحيتن سان فارسي، اردو ۽ سنڌيءَ جي ادبي ڪتابن جو مطالعو ڪندو رهيو. شمس الدين 'بلبل' جي صحبت جي ڪري علم ادب ۽ شاعريءَ ڏانهن راغب ٿيو. سندس ڪلام پڪو پختو ۽ دلنشين آهي. ڪيترن مشاعرن ۾ حصو ورتائين. محمد صديق مسافر کان شعر ۾ اصلاح ورتائين. 'انجمن آفتاب ادب' دادو، 'جمعيت الشعرا سنڌ' ۽ 'مجلس علم و ادب هالا' جي سرگرم ڪارڪنن مان هو. هن جي ڪلام جو معياري انتخاب 'گل نوبهار' جي نالي سان ڇپيل آهي، جيڪو اڳ ۾ هاءِ اسڪول جي شاگردن کي ڪورس طور پڙهائڻ لاءِ بہ منظور ڪيل هو. 1940ع ۾ ماستري تان رٽائر ٿيو ۽ باقي سمورو وقت ادب ۽ حڪمت جي خدمت ڪندي گذاريائين. جمعو خان 'غريب' ڪيترن رسالن جو ايڊيٽر بہ رهيو. جن ۾: 'اديب سنڌ'، 'مسلمان' ۽ 'طالب المولىٰ' مخزن شامل آهن. جمعو خان غريب 'قطع تاريخ' ڪڍڻ جو ماهر هو ۽ هزارين تاريخي مادا ڪڍيائين. سندس ٻارن لاءِ شاعريءَ جو ڪتاب 'گلِ نؤبهار' 1933ع ۾ ڇپيو هو. هن 7 آگسٽ 1953ع ۾ وفات ڪئي.

**جمعو شيدي**[1]: (1939-1999ع) جمعو شيدي سنڌ جو مشهور ۽ اعلىٰ درجي جو بورچي ٿي گذريو آهي، سندس وڏا سيد ڇٽن شاهہ جي حويليءَ جا



خاص خدمتگار هئا. رڌ جو فن درگاهن، سيدن جي حويلي ۽ امين جي بنگلن تي ڪم ڪندي سکيائين. جمعي شيدي عام تعليم تہ ڪا نہ پرائي، پر محفلن، خانقاهن، وزيرن، مشيرن ۽ عالمن سان صحبت سبب گفتار ۽ ڪردار جو ڌڻي هو. جوانيءَ ۾ شادي ڪيائين، ڪجهہ عرصي بعد سندس زال گذاري وئي. ان ڪانپوءِ درگاهہ سيد ڇٽن شاهہ شاهي بازار هيرآباد ۾ اچي سيد گاجن شاهہ وٽ جو ٿيو ۽ سڄي حياتي انهيءَ درگاهہ ۾ گذاريائين.

جمعي شيدي جي جيئن تہ درگاهن جي پيرن فقيرن، عالمن، فنڪارن، پهلوانن سان محبت هئي، ان ڪري هر وڏي دعوت تي ڪيس اڪثر گهرايو ويندو هو. هن کي ڪيترا نسخا، حڪمت جون ڳالهيون، دوائون ۽ وڏن وڏن

ماڻهن جا قصا ياد هوندا هئا. ان دور جو اهڙو ڪو مشڪل فنڪار هوندو هو، جنهن کي هن نه ٻڌو هجي. سندس ذهن ايترو شاهوڪار هو، جو ڪو به ڪلام يا ڌن هڪدم ياد ڪري وٺندو هو.

جمعو شيدي سڄيءَ سنڌ ۾ سيد گاجن شاهه جي اجازت سان بورچڪو ڪم ڪرڻ ويندو هو. درگاهه جو هر ڪاج جمعي شيدي جي ذمي هوندو هو. هو هڪ ئي وقت سؤ سؤ ديڳيون ساڳئي ذائقي، سواد ۽ وزن جون ٺاهڻ ۾ ڪمال رکندو هو. نه رڳو پلاءُ، برياني طهري، چاشني ٺاهي ڄاڻندو هو پر ننڍي ۽ وڏي جو هوڙ، هڏو پت، ڪوفتا، حلوو، وائيٽ روسٽ، پاجيون، پليءَ جو پلاءُ ۽ آئسڪريم ٺاهڻ جو به ماهر هو. وڏي ڳالهه اها ته ڪاڏي جو سامان مالڪ سان گڏ پاڻ وٺڻ ويندو هو ۽ معيار تي ڪا به سوديبازي نه ڪندو هو. ڪا به شيءِ ماپي ديڳ ۾ نه وجهندو هو. ديڳ پچائڻ مهل اڪثر استاد بي بي خان جو ڳايل ڪلام ”دلبر پرينءَ جو مون سان منهن تي نقاب آهي“ ڳائيندو هو. ان کان سواءِ تمام وڏن ڳائڻن جا ڪيترا ڪلام ياد هئس. هن بورچڪي فن جا سوين شاگرد پيدا ڪيا، جن ۾ درگاهه سيد چڻن شاهه بخاريءَ تي ايندڙ ماڙيجا، ملتان جا سرائيڪي گاجن شاهه جا مريد، پوليس ڪاتي جا بورچي، بمبئي بيڪريءَ جا ڪيڪ ٺاهيندڙ ملازم، وڏين هوٽلن جا شيف ۽ بورچي به هن کان رهنمائي حاصل ڪندا هئا. هن ناميارِي بورچيءَ جي وفات 1999ع ڌاري درگاهه سيد چڻن شاهه، حيدرآباد ۾ ٿي.

**جمعو شيدي**[2] (ملهه پهلوان): سنڌ جي هن پلوڙ ملهه پهلوان جو اصل ڳوٺ ٽنڊو ڄام آهي. ملهه سکڻ جو شوق هن کي ملهه پهلوانن کي ڏسندي پيدا ٿيو. بعد ۾ هن به ملهه سکڻ شروع ڪئي. سڀ کان پهرين هن پهلوان استاد آبو ٻتڙ کان شاگرديءَ جو ڏاڳو ٻڌايو ۽ پوءِ جوڙ کان ملهه وڙهندو رهيو. هي پهلوان لاڙ جي طرف کان ملهه وڙهندو هو ۽ لاڙ جي ملهن ۾ تمام مشهور هو. آخر ۾ هي پهرين جوڙ ۾ ملهه وڙهندو هو. سن 1922ع ڌاري هن پهلوان جو ڪوٽ ڏيجيءَ ۾ ميرن جي هڪ ملاکڙي ۾ وڃڻ ٿيو. هن سان گڏ ان وقت لاڙ جا پيا به مشهور ملهه، فقيرو، ڪوٽڙيءَ وارو ۽ والو شيدي، حيدرآباد وارو گڏ هئا. هي ٽئي پهلوان جڏهن ڪوٽ ڏيجيءَ ويجهو پهتا ته رستي ۾ هنن جي ملاقات هڪ پيرسن عورت سان ٿي. هن عورت جي باري ۾ اهو مشهور آهي ته هوءَ سيد گهراڻي سان تعلق رکندڙ هئي. هنن ٽنهي پهلوانن پاڻي پيڻ جي خيال سان هن پوڙهيءَ جي گهر صدا هنئي. چون ٿا ته پوڙهي هنن کي پاڻي به پياري رهي هئي ته عجيب احساس پرين نظرن سان ڏانهن ڏسندي به ٿي رهي. ان ڳالهه کي محسوس ڪندي جمعي ڄامائي پوڙهيءَ کان پڇيو امان! تون اسان ڏانهن اهڙين نظرن سان ڇو ڏسي رهي آهين؟ مائي جواب ڏنو ته :ابا! منهنجو ٻچڙو به اوهان جهڙو ئي پهلوان آهي، مگر هن وقت هو 'ڏيجي جي ڪوٽ' تي چڙهيل آهي. هيءَ سزا خيرپور رياست ۾ تمام سخت هوندي هئي ۽ ان لاءِ اڪثر چيو ويندو آهي ته اها عمر قيد جي سزا هوندي آهي. هنن پهلوانن مائيءَ سان انجام ڪيو ته امان! دعا ڪجئين



ته شل فتح لهئي ته تنهنجو پٽ اسان مير صاحبن کان انعام جي بدلي ۾ ڇڏائي ايندا سين.

مائيءَ کان موڪلائي، هي ٽيئي پهلوان ڪوٽ ڏيجيءَ ۾ ميرن جي بنگلي تي پهتا ۽ ملاکڙي ۾ شرڪت ڪيائون. ملاکڙي ۾ جمعي ڄامائي جو مقابلو انهيءَ وقت جي اتر جي هڪ مشهور ملهه ولو شيخ سان ٿيو ۽ انهيءَ ملاکڙي ۾ جمعي شيديءَ کي ڪاميابي نصيب ٿي. مير صاحبن خوشيءَ ۾ کيس انعام ڏيندي چيو ته ”پهلوان! ٻڌاءِ ته توکي ڇا گهرجي؟ پهلوان هٿ ٻڌي عرض ڪيو: قبلا! گستاخي معاف ٿئي ته هڪ عرض ڪريان؟ مير صاحبن چيو ته: ”گُهر جيڪي گهرڻو هجيئي؟“ پهلوان پنهنجي وعدي موجب پوڙهيءَ جي پٽ جي آزاديءَ لاءِ عرض ڪيو ۽ مير صاحبن به پنهنجي انجام موجب جمعي جي اها خواهش پوري ڪئي. جمعي اچي پوڙهيءَ وٽ سندس پٽ کي حاضر ڪيو.

جمعو ڄامائي مير شير محمد خان 'شير' (ٽالپر ٽنڊي ڄام واري) جو پهلوان سڏبو هو. پاڻ هڪ غريب مزدور گهراڻي جو چشم و چراغ هو. جمعي ڄامائي پنجاهه سالن جي عمر ۾ پنهنجي ڳوٺ ۾ وفات ڪئي. سندس معاش جو ذريعو ڪاراب سان ڪچيون سرون ٺاهڻ هو. سندس وفات جو سن 32-1930 چيو وڃي ٿو.

**جمعو فقير**[1]: دلچسپ گفتن سبب مشهور جمعي فقير کي ”لاڙڪاڻو ساهه سيباڻو“ ڪتاب ۾ 'جمعو فقير منگي' ڪري لکيو ويو آهي، جڏهن ته تحقيق مان معلوم ٿيو آهي ته جمعو فقير ذات جو سومرو هو. هو ڪُور سليمان ڳوٺ تعلقي قنبر ۾ پيدا ٿيو. پر پوءِ ڳوٺ ڏتل ابڙي پرسان ڪنهن ننڍي ڳوٺ ۾ اچي رهيو. سندس پورو نالو محمد جمن هو. پر 'جمعو فقير' سڏيو ويندو هو. جمعو فقير قمبر ۾ مين روڊ تي پناڻ مسجد پرسان، صندل تي حجامڪو ڪم ڪندو هو. جنهنڪري ئي پُل وچان ڪيس ذات جو منگي سمجهيو ويو. حقيقت ۾ هو قمبر شهر ۾ ڪجهه عرصو رهڻ کان پوءِ لاڙڪاڻي لڏي وڃي رحمت پور محلي ۾ ويٺو. جمعو فقير سومرو پنهنجين دلچسپ ڳالهين سبب ”لاڙڪاڻي جو تايو فقير“ سڏيو ويو. سندس گفتن ۾ وڏي ڏاهپ هوندي هئي. هو ماڻهن کي لاجواب ڪرڻ جو فن ڄاڻيندو هو. لاڙڪاڻي لڏڻ کان اڳ هن شهداد ڪوٽ ۾ ڪجهه وقت گداگري به ڪئي هئي. لاڙڪاڻي ۾ عام طور گڏهه تي چڙهي گهمندو هو ۽ هٿ ۾ پنهنجي قد کان به ٻه هٿ وڏي ڏانگ هوندي هيس. سندس ڪيترئون ئي ڳالهيون مشهور هيون، پر اهي لکيون نه ويون. ضرورت آهي ته سندس گفتن کي سهيڙيو وڃي. هتي سندس ٻه چار گفتا ڏجن ٿا:

1- هڪ ڀيري اڳوڻي وزير اعظم شهيد ذوالفقار علي ڀٽي کيس 100 روپيا ڏنا، جنهن تي جمعي فقير کيس چيو: ”اڄ جيڪڏهن مان ڀٽو هجان ها ۽ تون جمعو فقير ته توکي الائي ڇا ڏئي ڇڏيان ها!“ ڀٽي صاحب کلندي 500 روپيا ڏنس ۽ چيائينس ته جمعا فقير دعا ڪجانءِ. ان تي جمعي فقير کيس چيو: ”جيڪڏهن اتي به خوش ناهين ته مون سان گڏجي هل.“

2- جمعي فقير حجامڪو ڪم ڇڏي، جڏهن پنڻ شروع ڪيو، ته هڪ ڀيري ڪيس ڪنهن ٻروچ خيرات ڏني، ان تي جمعي فقير آسمان ڏانهن آڱر اُڀي ڪري چيو: ”ٻروچ به توکان ڊڄن ٿا.“

3- هڪ ڀيري جمعي فقير کي شهيد ذوالفقار ڀٽي چيو ته: ”جمعا! ڇا ڪيئي؟“ جمعي فقير کيس چيو: ”توڪ جو ليسن“ (لائسن) ڏي. ان تي محفل ۾ ٽهڪڙو پئجي ويو. ڀٽي صاحب جمعي کي چيو ته ”توڪ جو لائسنس ڇا ڪندين؟“ جمعي فقير ورائي ڏنس ته ”جڏهن توڪ جو ليسن گهرندس تڏهن ئي ته پستول جو ليسن ملندو!.“

هن دلچسپ ۽ انوکي ڪردار جمعي فقير سومري جي وفات لاڙڪاڻي ۾ 1990ع واري ڏهاڪي ۾ ٿي.

**جمعو فقير**²: جمعو فقير مشهور نغاري نواز ٿي گذريو آهي. هن 1933ع ڌاري ميوي فقير مڱڻهار جي گهر ۾ حيدرآباد ۾ جنم ورتو. هن بنيادي



تعليم ۽ فن جي سکيا والد کان حاصل ڪئي. ان کان پوءِ لئي ۽ تال جي گهڻن گڻن جي سکيا استاد بي بي خان، استاد پير بخش خان ۽ استاد جمالي خان کان ورتائين. هو خاص ڪري محرم الحرام جي مهيني ۾ امام حسين عليه السّلام جي شان ۾ حيدرآباد ۽ سنڌ جي وڏن وڏن پڙن ۽ درگاهن تي وڃي مرثيا ۽ نوحا چوندو ۽ تال وڄائيندو هو. سنڌ سميت پاڪستان جي ٻين صوبن ۾ به پنهنجي فن جو مظاهرو ڪيائين ۽ 1986ع ڌاري ڪئناڊا ۽ آفريڪا ۾ به وڃي پنهنجو فن جو مظاهرو ڪيائين. هن ڪيترن ئي شاگردن کي پنهنجي فن جي سکيا ڏني. جن ۾ قاسم فقير، اعجاز فقير، اياز حسين، ڪرم حسين، ممتاز علي، تنوير حسين، فياض حسين، پپو فقير ۽ ٻيا اهم آهن.

جمعي فقير 1988ع ڌاري وفات ڪئي.

**جمعو فقير جوڙ**: جمعو فقير، نامور شهنائي نواز ٿي گذريو آهي، جنهن جو جوڙ سڄيءَ سنڌ ۾ تمام گهڻو مشهور هو. جيڪي حيدرآباد سميت سنڌ جي ٻين شهرن، درگاهن ۽ پڙن، ميلن، شادين ۽ ٻين ثقافتي پروگرامن ۾ شهنائيءَ



تي سنڌي لوڪ ڌنون وڄائيندا هئا. حيدرآباد جي مشهور بزرگ سيد ڇٽن شاهه جي درگاهه تي ڇٽن شاهه جي حياتيءَ کان وٺي جمعي فقير جو جوڙ حاضري ڀريندو هو. ان کان سواءِ نٿو شاهه ۽ زوار شاهه جي پِڙ، سنڌ ۽ ملتان جي وڏين خانقاهن تي پنهنجي فن جو مظاهرو به ڪندا هئا. ’جوڙ‘ ٽولي کي ڇٻو آهي. ان جوڙ ۾ دهل، شرنائي، بين وڄائبي آهي. ڪڏهن ڪڏهن ته دهل ۽ ٻه شرنائي به وڄايون وينديون آهن.

**جمعو مُلون**: جمعو، شاهه لطيفؒ جي عقيدتمند ۽ خدمتگار طور مشهور هو. هيءُ اصل گوهري ڪڇ واري علائقي جو رهاڪو هو. جڏهن شاهه صاحب ڪڇ ڏانهن ويو هو ته اتان جي ملن عقيدت طور جمعي کي ڀٽائيءَ جي خدمت چاڪريءَ لاءِ حوالي ڪيو. هيءُ ان وقت ٻار هو پر مرشد سان محبت سبب سنڌ هليو آيو ۽ سڄي عمر شاهه لطيف خدمت ڪندي گذاريائين. هن شاهه صاحب جي صحبت ۾ رهي فيض پرايو. اڳتي هلي مرشد جي اجازت سان ڀٽائيءَ کان ڇهه ميل اتر ۾ رهائش اختيار ڪيائين. روحاني رمزن سان اوتارو سيني لاءِ هر پل ڪليو پيو هوندو هو. نگر عام پيو هلندو هو. انهيءَ سخاوت جي ڪري عثمان غنيؓ جي نسبت سان غنيائي به سڏبو هو. سندس سخاوت جي هاڪ هر هنڌ مشهور هئي. شاهه لطيف ايندي ويندي وٽس اچي ترسندو هو ۽ سندس آسودگي ڏسي تمام گهڻو خوش ٿيندو هو. شاهه صاحب جي وفات کانپوءِ جمعو ملون ڀٽ شاهه تي حاضري ڀرڻ لاءِ ويندو هو. جنهن ڳوٺ ۾ رهيو اتي سندس رهائش واري جاءِ کي ’شاهه جو تڪيو‘ سڏيو ويو. ان ڳوٺ ۾ ئي وفات ڪيائين ۽ کيس اتي ئي دفن ڪيو ويو.

**جمعة (سورة)**: ڪلام پاڪ جي هڪ سورة، جيڪا هجرت کان پوءِ مديني ۾ نازل ٿي. هن سورة ۾ حضرت موسيٰ عليه السّلام جي تڪليف واري حالت بيان ٿيل آهي جيڪا سندس قوم کيس رسائي هئي. هن سورة ۾ جمعي جي نماز جو حڪم ڏنو ويو آهي، جنهن ۾ جماعت لاءِ صف بندي ضروري شرط قرار ڏنل آهي.

هن سورة ۾ اول اهو ذڪر آهي ته: ”جيڪي زمين ۽ آسمان ۾ آهي سيني جي زبان تي الله تعاليٰ جي حمد ۽ ثنا جاري آهي“. ان کان پوءِ به حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جي امت جو ذڪر آهي ۽ ان سان گڏ پيشنگوئي آهي ته دين اسلام ۽ رسالت محمديه فقط جزيره عرب تائين محدود به رهندي، بلڪ غير عرب به اسلام جي دائري ۾ شامل ٿيندا. پوءِ نائين ۽ ڏهين آيت تي جمعي نماز لاءِ ’سعي‘ ۽ ڪاروبار ترڪ ڪرڻ جو حڪم آهي ۽ جمعي نماز کان پوءِ روزگار لاءِ پکڙجي وڃڻ جي ترغيب ڏنل آهي.

اسلامي تقويم ۾ جمعة (جمعو) ڏينهن هفتي جو آخري ۽ ستون ڏينهن آهي. اسلام کان اڳئين دؤر ۾ هن ڏينهن کي ’يوم المعروبت‘ چوندا هئا. اسلام جي اچڻ سان هن ڏينهن کي جمع سڏيو ويو ڇو ته ان ڏينهن مسلمان مسجد ۾ گڏ ٿيندا آهن ۽ نماز ادا ڪندا آهن. سَيوطي جي هڪ روايت موجب نبي سڳورو حضرت محمد صلي الله عليه وسلم اڃا مڪي شريف ۾ هو ته جمعي جي نماز جي تلقين ٿي وئي هئي، مگر اتي نماز ادا نه ٿي سگهي هئي. تنهنڪري نبي سڳوري ﷺ مصعب بن عمير کي لکيو ته جمعي جي ڏينهن سج لڙڻ کان پوءِ مسلمانن کي جمع ڪريو ۽ انهن کي ٻه رڪعتون نماز باجماعت پڙهايو. حديث ۾ جمعي نماز پڙهڻ جي تاڪيد ڪيل آهي. ابن ماجه جي روايت آهي ته نبي سڳوري هڪڙي ڏينهن جمعي

نماز جي خطبي ۾ چيو ته الله تعاليٰ اوهان تي اڄ هن هنڌ تي هن مهيني ۾ هن سال کان وٺي جمعي نماز فرض ڪري ڇڏي، جيڪا ڏينهن قيامت تائين فرض رهندي. جنهن به مسلمان سستيءَ کان نماز کي ڇڏيو يا انڪار ڪيو، خدا تعاليٰ کيس ڪڏهن به بخش نه ڪندو ۽ نه وري سندس پورهيي ۾ برڪت وجهندو. جمعي نماز جي فرضيت لاءِ ست شرط آهن: (1) سلام، (2) خطبو (3) امام مقيم هجي، مسافر نه هجي، (4) تعداد مقرر ڪونهي پر ايترا ماڻهو هجن، جن سان ڳوٺ يا شهر هجڻ جو شرط پورو ٿئي، (5) غسل، (6) صفائي ۽ (7) صاف لباس ۽ خوشبوءِ وغيره.

**جمعة الوداع**: جمعة الوداع ماهِ رمضان جي آخري جمعي کي چيو ويندو آهي. رمضان جو بابرڪت مهينو مسلمانن لاءِ تمام ڀلارو، خير ۽ برڪت جو مهينو آهي. انهيءَ ڪري هن مهيني جي آمد تي خوشيءَ جو اظهار ڪيو ويندو آهي ۽ هن جي اختتام تي غم جو اظهار ڪيو ويندو آهي، پر روزن ڪانپوءِ عيد تي الله جي حڪم سان خوشيون ملهايون وينديون آهن. رمضان جي آخري جمعي تي وڏ کان وڏ مسلمان جمعي جي نماز ادا ڪندا آهن. هن ڏينهن کي تمام ڀلارو ۽ بابرڪت تصور ڪيو ويندو آهي.

**جمعيت/ جمعية**: عربيءَ ۾ هي اصطلاح عام طور جماعت يا انجمن جي معنيٰ ۾ استعمال ٿئي ٿو اوڻهين صديءَ جي وچ ڌاري اهو اصطلاح، رضاڪاراڻ علمي، ادبي، تجارتي ۽ فلاحي ادارن کان سواءِ سياسي مقصد لاءِ قائم ٿيل جماعتن لاءِ به استعمال ٿيڻ لڳو سنڌ ۽ هند ۾ به آزاديءَ جي جدوجهد لاءِ جيڪي جماعتون وجود ۾ آيون، انهن مان هڪ جماعت جميعة 'مجاهدين' هئي، جنهن جو بنياد شهيد سيد احمد بريلويءَ رکيو هو هن جماعت کي سنڌ مان پير صاحب پاڳاري جي حمايت حاصل هئي، پير صاحب هن جماعت جي نه فقط مالي مدد ڪئي، پر پنج سؤ سنڌي مجاهدن جو جٿو به کيس ڏنو جيڪي سڀ مجاهد بالاڪوٽ واري جنگ ۾ شهيد ٿي ويا هئا.

هي جماعت 'جمعية العلماءِ هند' هئي، جنهن جو بنياد 1919ع ۾ عثماني خلافت جي بچاءَ لاءِ رکيو ويو ان جي باني ۾ مولانا محمود الحسن به شامل هو جيئن ته هيءَ جماعت انڊين نيشنل ڪانگريس جماعت جي حامي ۽ ٻه قومي نظرئي جي مخالف هئي، ان ڪري 1945ع ۾ مولانا احمد عثمان جي قيادت ۾ جماعت جو هڪ حصو جميعت العلماءِ اسلام جي نالي سان جدا ٿي ويو هيءَ هڪ مذهبي تنظيم آهي، جيڪا اڄ تائين هلندي ٿي اچي. هن وقت به ملڪ ۾ 'جمعية' نالي سان تنظيمون ٺهيل آهن.

**جمعيت الشعراءِ سنڌ**: جمعيت الشعراءِ سنڌ 1946ع ۾ ستين ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس، لاڙڪاڻي جي موقعي تي قائم ڪئي وئي. هن جماعت جو باني غلام احمد نظامي هو جمعيت جا شروعاتي عهديدار هيٺيان هئا: شيخ محمد ابراهيم (صدر)، رئيس ضياءُ الدين ضيا ۽ عبدالفتاح عبد عاقلي (نائب صدر)، حاجي محمود خادم (جنرل سيڪريٽري، خزانچي ۽ مئنيجر رسالہ)، عبدالله اثر ۽ سرور علي سرور (جوائنٽ سيڪريٽري)، غلام احمد نظامي (رسالي جو ايڊيٽر).

جمعيت الشعراءِ جا هيٺيان مقصد هئا:

(1) سنڌي شعر ۽ شاعريءَ کي ترقي ڏيارڻ، (2) نون ۽ سڪندڙ شاعرن جي صحيح رهنمائي ڪرڻ، (3) شاعريءَ جي بگاڙ تي واجبي تنقيد ڪرڻ، (4) سنڌي لغت تيار ڪرڻ لاءِ تحرڪ وٺڻ، (5) شاعريءَ جا قلمي نسخا هٿ ڪري ڇپرائڻ، (6) شاعري سيکارڻ ۽ سمجهڻ لاءِ ڪتاب تيار ڪرائڻ، (7) تعليمي ادارن ۾ مشاعرن جو اهتمام ڪرڻ، (8) سنڌي ساهت جي هڪ مرڪزي عاليشان لائبريري قائم ڪرڻ، (9) تعليم کاتي جي ڪتابن جي شاعريءَ واري حصي تي نظر رکڻ ۽ ان جي ڪمي بيشيءَ جي درستيءَ لاءِ مناسب نموني تحرڪ وٺڻ.

جمعيت الشعراءِ سنڌ جي قائم ٿيڻ کان پوءِ سنڌ جي ڪيترين ادبي بزمن هن جماعت سان الحاق ڪيو جن مان ڪجهه هيٺيون هيون:

(1) بزم مشاعره، لاڙڪاڻو (سنڌي سڌار سوسائٽي)، (2) بزم ادب، ڪراچي، (3) بزم ادب، دادو، (4) بزم بلبل، ميهڙ، (5) بزم ادب، نوابشاهه، (6) بزم ادب، جيڪب آباد، (7) بزم ناز، خيرپورميرس، (8) بزم تارڪ، گهوٽڪي، (9) بزم نظامي، ڪراچي، (10) محفل احباب، ڪراچي وغيره.

جمعيت الشعراءِ جي ڪوشش سان 15 'ڪل سنڌي ادبي ڪانفرنسون' سنڌ جي مختلف شهرن ۾ منعقد ٿيون، جن نه صرف سنڌي غزل کي اڳتي وڌايو پر سنڌي زبان جي ڪيترن ئي مسئلن جي نشاندهي ڪئي ۽ انهن کي حل ڪرائڻ لاءِ جدوجهد ڪئي.

1946ع کان 1956ع تائين ڊاڪٽر محمد ابراهيم 'خليل'، جمعيت الشعراء جو صدر رهيو ان کان پوءِ مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ صدر ٿيو 1946ع کان 1960ع تائين حاجي محمود خادم جمعيت جو جنرل سيڪريٽري رهيو ان کان پوءِ اظهر گيلاني، امير بخش قريشي ۽ محمد علي جوهر سيڪريٽري ٿيا. سٺ واري ڏهاڪي کان پوءِ جمعيت الشعراء جو اوج گهٽبو ويو

**جمعيت العلماءِ اسلام**: جميعت العلماءِ اسلام، جمعيت العلماءِ هند مان ڌار ٿيل جماعت آهي، پر پاڪستان جي قيام کانپوءِ هن جماعت مولانا شبير احمد عثمانيءَ جي اڳواڻيءَ هيٺ پاڪستان لاءِ نئين پاليسي وضع ڪئي، 1952ع ۾ هن جماعت سان ڪجهه عالمن ڌار ٿي 'جمعيت العلماءِ اسلام، پاڪستان' جو قيام عمل ۾ آندو. مولانا احمد علي لاهوري ان جو پهريون امير ۽ مولانا احتشام الحق ٿانوي جمعيت جو پهريون ناظم مقرر ٿيو. جڏهن ته جمعيت العلماءِ اسلام پنهنجو ناتو شيخ الهند، مولانا محمود الحسين جي علمي، ديني، اصلاحي ۽ سياسي تحريڪ سان جوڙيندي آئي. پاڪستان ۾ ان به جو 1951ع ۾ سيد سليمان ندويءَ جي صدارت ۾ هڪ اجتماع ٿيو هو جنهن ۾ ملڪ جي اسلامي نظام لاءِ 22 نڪتا منظور ڪيا ويا. 1969ع ۾ مولانا مفتي

محمود جمعيت العلماءِ اسلام جي عبوري ناظم جي حيثيت سان راولپنڊيءَ ۾ ٿيل گول ميز ڪانفرنس ۾ اهي نُڪتا پيش ڪيا. 1962ع جي بنيادي جمهوريت تائين هن جماعت جون سرگرميون گهڻو ڪري مذهبي ۽ ديني حلقن تائين محدود هيون. ايوب خان جي قومي اسيمبليءَ ۾ مفتي محمود جي چوندجي اچڻ ڪان پوءِ هن جماعت ۾ هڪ نئون روح ڦوڪجي ويو. جڏهن ايوب خان ڪي آئين ۾ ترميم ضرورت پئي ته هو مفتي محمود جي مدد حاصل ڪرڻ لاءِ مجبور ٿيو. مفتي محمود 1970ع جي چونڊن ۾ پنهنجي تڪ مان ذوالفقار علي ڀٽي کي شڪست ڏني. انهن چونڊن ڪان پوءِ جمعيت سرحد ۽ بلوچستان ۾ نيشنل عوامي پارٽيءَ سان ملي گڏيل حڪومت قائم ڪئي، مفتي محمود کي سرحد جو وزيراعليٰ بڻايو ويو. جڏهن ملڪ تي جنرل ضياءَ جي حڪومت قائم ٿي ته ان جي شروعاتي ڏينهن ۾ جمعيت العلماءِ اسلام ان حڪومت ۾ شريڪ هئي. بعد ۾ جمعيت حڪومت ڪان علحدگي اختيار ڪئي ۽ ٻين سياسي پارٽين سان گڏجي جمهوريت جي بحالي لاءِ هلندڙ سرگرمين ۾ حصو ورتو. 1980ع ۾ جمعيت ٻين جدوجهد ڪندڙ سيني پارٽين پاران جمهوريت جي بحالي لاءِ جوڙيل تحريڪ (ايم. آر. ڊي) ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو ۽ مفتي محمود ان جو روح رواں رهيو. 1980ع ۾ مفتي محمود جي وفات ڪان پوءِ سندس فرزند مولانا فضل الرحمان جمعيت جي ناظم جي حيثيت سان جمعيت جو ڪار وهنوار سنڀاليو. 2002ع ۾ جنرل مشرف جي دور ۾ ٿيندڙ عام چونڊن ۾ ملڪ جي تقريباً سمورين پارٽين طرفان 'متحده مجلس عمل' جي نالي سان جوڙيل پليٽ فارم ۾ جمعيت شامل ٿي، ان پليٽ فارم تان اليڪشن ۾ ڪاميابي بہ حاصل ڪئي، خيبرپختونخوا ۾ سندن حڪومت قائم ٿي، جڏهن تہ جمعيت جا ميمبر بلوچستان ۽ وفاق ۾ 'ق' ليگ حڪومت جا اتحادي بڻيا. بينظير جي شهادت ڪان پوءِ جڏهن ملڪ جي سياسي وايومنڊل ۾ غيرمعمولي تبديلي آئي تہ 2008ع جي چونڊن بعد قائم ٿيل مخلوط حڪومت ۾ جمعيت علماءِ اسلام جو "فضل الرحمان گروپ" بہ شامل ٿيو. پر نومبر 2010ع ۾ حج اسڪيم ۾ مبينا بيقاعدگين جي الزامن هيٺ ٻين لاڳاپيل علمدارن سان گڏ تڏهوڪي مذهبي مامرن جي وزير حامد سعيد ڪاظميءَ کي وزيراعظم يوسف رضا گيلانيءَ پاران وزارت تان هٽايو ويو ۽ گڏوگڏ عدالت ۾ ان معاملي تي شاهديون ڏيڻ تي ٻئي وفاقي وزير، اعظم سواتيءَ کي بہ برطرف ڪيو ويو جيڪو جمعيت العلماءِ اسلام سان تعلق رکندڙ هو اهڙي رد عمل ۾ مولانا فضل الرحمٰن حڪومت کان ڌار ٿي، اپوزيشن سيٽن تي ويهڻ جو اعلان ڪيو جنهن بعد سياسي جوڙ توڙ جاري رهي.

**جمعيت العلماءِ هند:** 23 نومبر 1919ع ۾، دهليءَ ۾ جڏهن خلافت ڪاميٽيءَ جو پهريون اجلاس، مولوي فضل الحق جي صدارت هيٺ ٿيو تہ ان موقعي تي اُتي آيل عالمن گڏجي هڪ تنظيم ٺاهي، جنهن جو نالو جمعيت العلماءِ هند رکيو ويو. هن جماعت جو پهريون صدر مولانا ڪفايت الله دهلوي ۽ ناظم مولانا احمد سعيد کي چونڊيو ويو. هن جماعت جو اصل مقصد مسلمانن جي مذهبي مسئلن کي حل ڪرڻ، ترڪي خلافت ۽ دنيا جي مظلوم مسلمانن جي مدد ڪرڻ ۽ هجرت تحريڪ ۾ شرڪت مولانا محمود الحسن ۽ ٻين روشن خيال عالمن جو واسطو هن تنظيم سان رهيو هيءَ جمعيت انگريز سامراج جي خلاف جدوجهد ڪندڙ تحريڪن ۾ تمام اڳيري رهي هئي، مولانا عبيدالله سنڌي، مولانا ابوالڪلام آزاد ۽ سنڌ جي ڪيترن روشن خيال عالمن جو هن تنظيم سان لاڳاپو رهيو آهي.

**جمعيت المشائخ پاڪستان:** مشائخن ۽ عالمن جي هڪ جماعت، جيڪا بنيادي طور تي سياسي نوعيت جي جماعت آهي. هن جو بنياد 25 جون 1979ع تي لاهور ۾ وڌو ويو ان اجلاس ۾ پاڪستان جي چئني صوبن مان 400 ڪان وڌيڪ مشائخن، عالمن شرڪت ڪئي هئي، ان اجلاس جي صدارت ديوان قطب الدين پاڪ پتن واري ڪئي هئي. ان اجلاس ۾ ديوان صاحب کي جمعيت المشائخ پاڪستان جو صدر ۽ پير غلام معين الدين تونسہ شريف کي نائب صدر چونڊيو ويو هو.

**جمعيت اهل حديث:** هيءَ هڪ مذهبي ۽ سياسي جماعت آهي. هيءَ 1949ع ۾ مولانا دائود غزنويءَ جي سرپرستيءَ ۾ قائم ٿي، مولانا غزنوي ان جو صدر ۽ پروفيسر عبدالقيوم جنرل سيڪريٽري چونڊيا ويا. ان ئي سال مولانا محمد ابراهيم سيالڪوٽيءَ جي صدارت ۾ پهرين اهل حديث ڪانفرنس لاهور ۾ منعقد ٿي. جمعيت اهل حديث جو نظريو آهي تہ سموري اسلامي تعليم جو بنياد قرآن مجيد ۽ سنت نبوي صلي الله عليه وآله وسلم تي مبني آهي. هن جماعت ملڪي سياست ۾ بہ مختلف موقعن تي اهم ڪردار ادا ڪيو آهي. پاڪستان ۾ هن جون 5 هزارن ڪان وڌيڪ شاخون ڪم ڪري رهيون آهن. هن جا ڪيترائي مدرسا پڻ آهن. هن جا ڪيترائي رسالا شايع ٿيندا رهن ٿا، جن ۾: هفتيوار 'الاعتصام' لاهور، هفتيوار 'اهل حديث' لاهور، هفتيوار 'الاسلام' گوجرانوالا، ماهوار 'محدث' لاهور ۽ ماهوار 'الفيصل' فيصل آباد شامل آهن. هن تنظيم جا ڪيترائي ناميارا عالم ميمبر پڻ رهيا آهن.

**جمن[1]:** تعلقي شهداد ڪوٽ جي هڪ ديهہ آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جمن، سيال، پيرو، گولو ٻير، لعل خان جلالاڻي، هاشم خاصخيلي، پريو حاجي احمد ٻگهيو، ملوڪ ڪوڪر، گل شير نظاماڻي، آچر خاصخيلي، وزير بروهي، ڪٻڙ شهوڪ، ميهر خاصخيلي.

**جمن[2]:** تعلقي ڪپري جي هڪ ديهہ آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

آخوند بخش مري، شاهنواز مري، خان محمد مري، امرچند اوڊ، لالو مري ۽ حاجي محمد مري.

**جمن احمداڻي:** نوجوان ليکڪ جمن احمداڻيءَ جو پورو نالو محمد جمن ولد مسو خان احمداڻي آهي، 3 مئي 1971ع تي ڳوٺ مسو خان تعلقي ماتليءَ ۾ جائو. هن ايم اي (سنڌي)، ايم اي (سماجيات) ۽ ايم ايڊ تائين تعليم حاصل ڪئي آهي. پيشي جي لحاظ کان استاد آهي. جمن احمداڻي 1987ع کان لکڻ جي ابتدا ڪئي. سنڌي ادبي سنگت ٽنڊي غلام علي جو چار ڀيرا سيڪريٽري ۽ سنگت ضلعي بدين



جو رابطا سيڪريٽري بہ رهي چڪو آهي، سٺو ڪهاڻيڪار آهي. سندس ڪهاڻين جا ٻہ ڪتاب 'اداس موسمن جو شهر' ۽ 'رڳو بارش ئي ڪهاڻيون پڙهي ٿي' (2010ع) ڇپيا آهن. ڪيس ڪهاڻين تي مختلف طور 'ڪينجهر ڪهاڻي اوارڊ' (1995ع) ۽ لائيف پروٽيڪٽيڊ سوسائٽيءَ پاران اوارڊ (2004ع) مليل آهن. ان کان سواءِ هڪ ناول بہ ڇپائيءَ هيٺ اٿس. جمن احمداڻي تحقيقي مضمون بہ لکندو رهندو آهي. 1995ع ڌاري ٻارن جي رسالي 'گلستان' جو ايڊيٽر بہ رهيو. اڄڪلهہ نئين دمبالي، تعلقي ماتليءَ ۾ رهائش پذير آهي.

**جمنا ڪناري** (ڪتاب): هيءُ ناميارِي وڪيل ۽ اديب علي احمد قريشيءَ جو




ڀارت جو سفرنامو آهي، جنهن جو مهاڳ الطاف شيخ لکيو آهي. هن سفرنامي ۾ ليکڪ جمنا نديءَ جو احوال ۽ بمبئيءَ ۾ شاهہ جي ورسيءَ جو ذڪر اهميت سان بيان ڪيو آهي. ان کان سواءِ الورا جا مندر، اجنتا جا مندر، اورنگ آباد، الهاس نگر (سنڌونگر)، اجمير شريف ۽ ٻين هنڌن جي سير جو بيان ۽ اتي جي دوستن سان گڏ نڪتل، علي احمد قريشيءَ جون تصويرون بہ شامل آهن. هيءُ ڪتاب 95 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن جي قيمت 40 روپيا آهي. الشفيع پبلڪيشن پاران ڇپايو ويو آهي.

**جمنا ندي**: اتر هندستان ۾ 'جمنا'، گنگا مان نڪرندڙ وڏي ۾ وڏي ندي آهي. هي 'يامونتري گليشيئر' مان 6387 ميٽرن جي بلنديءَ تان نڪري ٿي، بعد ۾ هماليہ جي هيٺانهينءَ کان ڏکڻ اولهہ ۾ 'بندر پوڇ' جي چوٽين کان گذرندي 1376 ڪلوميٽر جو مفاصلو طئہ ڪري گنگا جي درياهي وهڪري ۾ وڃي ڇوڙ ڪري ٿي. هيءَ ندي ڪيترن رياستن، جهڙوڪ: اتر کنڊ، هرياڻہ، اتر پرديش، هماچل پرديش ۽ بعد ۾ دهليءَ مان گذرندي، رستي ۾ ٻين ڪيترن واهن جهڙوڪ: 'ٽونس'، چمبل، سنڌ، 'بيٽوا' ۽ 'ڪين' سان وڃي ملي ٿي. سڀ کان اهم ڳالهہ اها آهي تہ هيءَ ندي جمنا گنگا دوآبي واري علائقي ۽ هندستاني گنگا واري ميداني علائقي جي وچ ۾ هڪ وڏو زرخيز علائقو ٺاهي ٿي، اٽڪل 57 ملين ماڻهو جمنا نديءَ جي پاڻيءَ تي مدار رکن ٿا. گنگا نديءَ وانگر جمنا نديءَ کي بہ هندو ڌرم ۾ پوتر ندي سمجهيو وڃي ٿو ۽ اوائلي دور کان هندو ڌرم وارا ان نديءَ جي جمنا ديويءَ جي حيثيت سان پوڄا ڪندا آيا آهن ۽ هن کي سج جي خدا 'سوريہ' جي ڌيءُ ۽ 'موت جي خدا' 'ياما' جي ڀيڻ چوندا آهن. تنهنڪري جمنا کي سنسڪرت ۾ 'يامي' جي نالي سان سڏيندا آهن. جمنا نديءَ جو پاڻي ڪافي حد تائين شفاف آهي، پر هماليہ کان وزيرستان ۽ دهليءَ تائين اٽڪل 375ڪلوميٽر جي مفاصلي تي گندي پاڻيءَ جو نيڪال 15 نالن مان گذري وزيرآباد بئريج ۽ اوکلا بئريج مان بيحد گدلو ٿي، دهليءَ ۾ پهچي ٿو. درياهہ ۾ آبي گدلاڻ جا ڪيترائي ذريعا آهن، جهڙوڪ: گهريلو گند ڪچرو، ميونسپل جو گند ڪچرو، ٻيلن جي واڍيءَ سبب پيدا ٿيندڙ گند، گوڇر، زهريلين دوائن، ٻوٽين، ڪيميائي ڪارخانن سان ۽ ٻين ڪيترن جمنا جي پاڻيءَ کي گدلو ڪري ٿو.

جيئن تہ جمنا ندي، 'يامنوتري گليشيئر' مان نڪري ٿي، ان ڪري ان جڳهہ تي 'يامونتري' نالي مندر تعمير ڪيو ويو آهي. مندر هندو ڌرم اهم مقدس ياترائن مان هڪ آهي. جمنا نديءَ جي پاڻيءَ جي وهڪري جي ايراضي 2320 ڪلوميٽر ٿيندي جمنا نديءَ مان نڪرندڙ وڏي ۾ وڏو واهہ 'ٽونس' آهي، جيڪو 'هڙي-ڪي دن' ماٿريءَ مان نڪري ٿو. ان کانسواءِ ٻين ندين واهن ۾ گري، ريشي گنگا، ڪنتا، هنومان گنگا ۽ باٽا واهہ شامل آهن. سکن جي زيارتگاهہ پنوٽہ صاحب وٽان گذرڻ کان پوءِ جمنا ندي 'ٽيمو نانگر'، 'تجويلا' ضلعي هرياڻي پهچي اتي تعمير ٿيل هڪ ڊيم کي پري ٿي، جيڪو 1873ع ۾ ٺهيو هو. جنهن مان ٻہ واهہ نڪرن ٿا، جيڪي رياست اتر پرديش ۽ هرياڻا کي آباد ڪن ٿا.

جمنا نديءَ جي ڪناري تي جيڪي شهر آباد آهن، اتي هر سال 'ڪمڀ' نالي تاريخي ميلو لڳندو آهي، ڪمڀ ميلي ۾ لکين ياتري دهليءَ، نوديا، مترا، آگرا، فيروزآباد، سنڌ، ڪلپي، هميرپور، الهہ آباد کان اچي جمنا نديءَ جي پوتر پاڻيءَ ۾ وهنجندا آهن ۽ سندن عقيدو آهي تہ انهن جا گناهہ ڌوپجي ويندا آهن. سنسڪرت ۾ جمنا جي معنيٰ جاڙي بہ آهي، اهو ان ڪري جو گنگا جمنا هڪ ٻئي سان گڏ وهن ٿيون. جمنا نديءَ جو ذڪر رگويد ۾ بہ ڪيترا ڀيرا آيو آهي، ان کانسواءِ اٿرويد، اِڪتريہ، شاپتا ۽ برهمنا ۾ بہ جمنا جو ذڪر ٿيل آهي. رگويد ۾ جمنا جي هڪ دلچسپ ڪهاڻي آهي، ان ۾ اهو لکيل آهي تہ 'ڪيمنا ديويءَ' کي پنهنجي جاڙن ٻارن سان بيحد محبت هوندي هئي، منجهيس وڏيون روحاني خوبيون بہ هيون، پاڪ دامن ۽ مدبر سمجهيو ويندو هو هئي، 'يمانا' وري پيار ۽ محبت جي علامت هئي، تنهنڪري ان جا عقيدتمند سمجهندا هئا تہ اها کين موت کان نجات ڏياريندي. ڪن عالمن جو چوڻ آهي تہ 'يمنا' گهاگهر نديءَ جي هڪ شاخ هئي، جنهن کي رگويد ۾ 'سَرِسَوتي' بہ سڏيو ويو آهي. ماضيءَ ۾ ان کي 'سپت سنڌو' بہ ڪوٺيندا هئا، يعني 'ستن ندين جو ميلاپ'. جمنا پنهنجو رخ اوير کان تڏهن مٽايو جڏهن اترهندستان ۾ زمين جي اندرين پليٽن ۾ تحرڪ آيو ۽ جمنا، گنگا جي شاخ ٿي وئي، اهو بہ چيو وڃي ٿو تہ جڏهن سرسوتي ندي سڪي وئي تہ ڪيترين ئي آباد تهذيبون ختم ٿي ويون ۽ جنهن جي نتيجي طور ٿر وجود ۾ آيو هو.


جمنا نديءَ جو هڪ ڏيک

گنگا ۽ جمنا هندستان جي تاريخ ۾ ان حوالي سان بہ اهميت جون حامل آهن، جو انهن جي ڪنارن تي ڪيترين ئي شهنشاهتون پنهنجا ڪمال ۽ زوال ڏسي چڪيون آهن. انهن شهنشاهتن ۾ سنگا شهنشاهت (280-550CE) چندر گپتا شهنشاهت قابل ذڪر آهن. انهن بادشاهن ۽ شهنشاهتن جي اوج واري دؤر ۾ بہ هنن ندين کي مقدس سمجهيو ويندو هو. ايستائين جو ڪيترن ئي شاهي مهرن تي ۽ درگاهن ۾ انهن ندين جا عڪس ملن ٿا. جمنا نديءَ مان ٻيون بہ ڪيترين ئي نهرون ۽ واهہ نڪرن ٿا، جيڪي سڄي هندستان کي سيراب ۽ سرسبز بنائين ٿا. 'ٽونس' واهہ جمنا مان نڪرندڙ وڏي ۾ وڏو واهہ

آهي. جمنا نديءَ جي اهميت وڌائڻ ۾ وڏو ڪردار نڀائين ٿيون. ٻنهي جن ۽ واهن جو آهي. اهي سڀ درياهي وهڪرا هن نديءَ مان نڪرن ٿا. چوڏهين صدي ڌاري تغلق گهراڻي هن نديءَ جي پرسان 'نهر بهشت' نالي واهه کوٽايو جنهن کي بعد ۾ مغلن به وڌايو ۽ ترقي وٺرائي. هن وقت جمنا ندي اترئين ميداني علائقن مان گذري ٿي ته 'ڊڪ پٿر' وٽ 790 ميٽر بلنديءَ تي ان مان ٻه واهه نڪرن ٿا.جيڪي اوڀر ۽ اولهه جمنا واهه سڏجن ٿا. اهي ساڳيا واهه آسام ٻنهيءَ کي پرين ٿا. جيڪي 'ڊون ماٿريءَ' مان گذري دهليءَ کان جنهن وقت گذرن ٿا ته آگرا واهه کي پرين ٿا.

جمنا ندي جهنگلي جيوت لاءِ وڏو سهارو آهي، جنهن کي ايشيائي هاٿين جي سرحد به سڏيو وڃي ٿو. چاڪاڻ ته جمنا جي اولهه ۾ 900 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي هاٿي نه ٿا ملن. هتي جي ڪجهه اهم ٻيلن ۾ سَل خير (Acacia) ۽ سيشو (Rose wood) ۽ چرپائين اچي وڃن ٿا. جمنا نديءَ جو پاڻي گنگا جي پيٽ ۾ نيرو آهي، جڏهن ته گنگا جو پاڻي هلڪو زردو نظر ايندو آهي، تيزيءَ سان وڌندڙ آباديءَ ۽ صنعت ۾ ترقيءَ ڪري جمنا ندي دنيا جي گدلين ندين ۾ شمار ٿئي ٿي، خصوصاً دارالحڪومت دهليءَ جي آسپاس جو 58 سيڪڙو گند ڪچرو هن نديءَ ۾ اڇليو وڃي ٿو. جيتوڻيڪ ڀارت سرڪار نديءَ کي صاف ڪرڻ لاءِ 500 ملين خرچ ڪري چڪي آهي، ان هوندي به سال جا 9 مهينا هن نديءَ ۾ گدلو پاڻي وهندو رهي ٿو.

شاهجهان بادشاهه جي محبت جو يادگار تاج محل جمنا جي ڪناري تي ٺهيل آهي، ان کانسواءِ دهلي، مترا، آگرو، اِيٽا واهه ۽ ڪپلي نالي شهر به جمنا جي ڪناري تي ٻڌل آهن، هيءَ ندي $38^{0}\,59'$ اتر ڊگهائي ڦاڪ ۽ $78^{0}\,27'$ اوڀر ويڪرائي ڦاڪ تي هندستان جي حدن اندر موجود آهي. هن نديءَ جي ڊيگهه 1376 ڪلوميٽر (Catchments Area) آهي، جڏهن ته ان جو ڦهلاءُ (Basin) بادشاهه جي 366223 ڪلوميٽرن ۾ آهي، جيڪا گنگا ندي جي ڦهلاءَ (Basin) جو 42.2% آهي. اٽڪل 57 ملين ماڻهن جو روزگار هن نديءَ سان وابسته آهي. هن نديءَ جو ڏهه هزار ڪيوبڪ بلين ميٽر ساليانو وهڪرو رڪارڊ ڪيو ويو آهي. جڏهن ته اٽڪل 4400 ڪيوبڪ ميٽر پاڻي زراعت لاءِ استعمال هيٺ آندو وڃي ٿو.

**جمن جَتيءَ جي مزار:** هيءَ مزار سيوهڻ، شهر ضلعي ڄام شوري ۾ آهي. جمن جتيءَ جي مزار ۽ مقبرو قلندر لعل شهباز جي مقبري جي اتر ۽ اوڀر ۾ بند سان واقع آهي، جنهن جي ڀرسان اڙل واهه آهي. روايت آهي ته هيءُ بزرگ قلندر شهباز جي دور جو آهي. سندس ٻه پائر ابراهيم شاهه ۽ مٺارو شاهه اڙل وٽ مسافر خاني جي ڀرِ ۾ پوريل آهن. مسافرخانو هن وقت ڪچين سرن جو ٺهيل موجود آهي. پر ٻنهي پائرن جا مقبرا موجود نه آهن. جمن جتيءَ جو مقبرو هڪ ٿلهي تي ٺهيل آهي، پوڏن سبب مقبرو ڪيترائي ڀيرا ڊهيو ۽ ٺهيو آهي. هاڻي به مقبرو ڪريل آهي. هن جي مهاڙي پانيلن سان سينگاريل هئي. وچون پانيل جيڪو سيني ڪان وڏو هو اتي دروازو لڳل آهي. وچين ٻانهينءَ جي پاسي تي چار پانيل ٺهيل هئا جيڪي حاشيي (Dado) ڪان مٿي هئا، هي پانيل چئني پاسن تي ٺاهيا ويا هئا. پلويڙن جي هيٺان خوبصورت ڪنگرا ٺهيل آهن. ونگون سڀ قرني (cusped) آهن. سيد جمن جتي بخاري ساداتن مان چيو وڃي ٿو. قلندر شهباز جي سيوهڻ ۾ آباد ٿيڻ کان اڳ عراق مان هتي آيو هو. قلندر شهباز جي اچڻ ڪانپوءِ سندس مريد ٿيو ۽ قلندري طريقو اختيار ڪيو. سندس مقبري تي ڪوبه ڪتبو وغيره لڳل نه آهي. مقبرو تباهه حال آهي، رڳو نشان بچيا آهن.



جمن جتيءَ جي مزار

**جمن چارڻ:** جمن چارڻ جي مدح ۽ 'جمن چارڻ وارو سوال'، سڄي سنڌ ۾ مشهور آهن. چون ٿا ته مدح جو هيءُ مشهور شاعر مسڪين، نابين ۽ بي اولاد هو. روايت مدح مقبول پئي ۽ ڪيس ارشاد ٿيو ته ڪوبه سوال ڪندين ته ڌڻي جي درگاه ۾ قبول پوندو. اهو سوال هن طرح ڪيائين ته "سوني ٻانهينءَ سان ننهن، پٽ جهوليءَ ۾، ڪير ولوڙيندي ڏسان". سنڌ ۾ هن ڳالهه جون مختلف روايتون آهن، پر "جمن چارڻ وارو سوال"، جڻ هڪ پهاڪي ۽ مثال طور مشهور ٿي ويو.

فقير جمن ولد محمد بخش چارڻ ڳوٺ کهڙا تعلقي گمبٽ جو رهاڪو هو. پٺائيءَ جو وڏو معاصر ۽ ميان نور محمد ڪلهوڙي جي وقت جو هو. مشهور مقولا: 'منجئي بدنام'، 'پنهنجي مٺي مت'، 'پنجئي گهرجائي' ۽ 'پنجئي سهنج' وغيره. سندس چيل آهن. گلن بابت هڪ سهڻو شعر چيائين ميان نور محمد ۽ قلات جي حاڪم عبدالله خان جي وچ ۾ لڳل جنگ (1144هه/ 1731ع) کي بيتن ۾ بيان ڪيائين، پر 'بادشاهه پير' جي شان ۾ چيل سندس مداح سبٻان هو سڄيءَ سنڌ ۾ 'جمن مداحيءَ' جي نالي سان مشهور ٿيو. سندس قبر پير ڪٽپر جي قبرستان، ضلعي خيرپور ميرس ۾ آهي. جنهن تي هي ڪتبو لڳل آهي:

"تاريخ وفات غفران (پناهه) رضوان جائگاهه ميان جمن مداح بتاريخ چهاردم ماهه رجب و اربعا 1551هه". جمن چارڻ پٺائي صاحب کان 14 سال اڳ ڪئي. (ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ: مداحون ۽ مناجاتون ۾ ص 25، ٻيو ڇاپو 2006ع).

**جمن دربدر:** "وٺي هر هر جنم وربو، مٺا مهراڻ ۾ ملبو" جهڙو لافاني گيت سرجيندڙ شاعر ۽ قومپرست ڪارڪن جمن 'دربدر' ساند قبيلي سان تعلق رکي ٿو هن عمرڪوٽ ضلعي ۽ تعلقي جي ڳوٺ روحل واءِ ۾ عبدالرشيد ساند جي گهر ۾ 12 مئي 1944ع تي جنم ورتو. سندس والدين بنيادي طور مسڪين ۽ مال تي گذر سفر ڪندا هئا. سندس والد هاري هو. هي پاڻ ۾ ٻه پائر ۽ چار ڀينرون آهن. شروعاتي تعليم پرائمري اسڪول عمرڪوٽ مان



حاصل ڪيائين. بعد ۾ سندس والد ڳوٺ ۾ اسڪول کولرايو تہ چار درجا سنڌي ڳوٺ جي اسڪول ۾ پڙهيو. ان بعد مڊل اسڪول صاپي ۾ ائين ڪلاس تائين پڙهيائين. اُن دوران والد جي عزيز صاپي جي مدرسي ۾ بہ پڙهيو. جتي قومپرست دانشور ۽ سياستدان عبدالواحد آريسر بہ ساڻس پڙهندو هو. 1962ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪيائين. هن 6 مهينن جو Budder جو ڪورس هارٽيڪلچر ميرپورخاص مان ڪيو. هي فيلڊ اسسٽنٽ جو ڪورس پاس ڪري فيلڊ اسسٽنٽ مقرر ٿيو. 1970ع کان جاتيءَ، سجاول، باران فارم، غلام نبي شاهہ، ڊوري ناري ۽ چور ۾ فيلڊ اسسٽنٽ طور نوڪري ڪيائين.

عمرڪوٽ ۾ پڙهڻ دوران ڪاليج جي استاد خادم حسين شر کان قومي ۽ سوشلسٽ خيالن جا ڪتاب وٺي پڙهيائين، بعد ۾ "بزم صوفياءِ سنڌ" جي سفر دوران سجاول ۾ هن جي سائين جي. ايم. سيد سان ملاقات ٿي ۽ هن جي خيالن ۾ قومپرستيءَ وارو لاڙو پيدا ٿيو بعد ۾ عبدالواحد آريسر سان ويجهڙائيءَ سبب قومي تحريڪ ۾ شامل ٿيو.

جمن دربدر هڪ ئي وقت شاعر، فنڪار، ڊراما آرٽسٽ ۽ ڊراما نويس آهي. هن زرعي ڪاليج سڪرنڊ ۾ تعليم دوران ڪيترائي ڊراما اسٽيج ڪيا، جن ۾ هن اداڪار، صداڪار ۽ هدايتڪار طور حصو ورتو. جهڙوڪ: (1) بدنصيبي ٽري، (2) سڪن وارو سڄ، (3) گلن واري چوڪري، (4) آس، (5) ڏک ۽ ڏکار، (6) چنڊ لڳي تو لولو، (7) ٽرڙو عاشق، (8) لڳ بہ منهنجا لوهہ، (9) جابر وڏيرو. آخري بہ ڊراما هن سڪرنڊ زرعي ڪاليج ۾ ڪيا، جڏهن تہ سندس طبعزاد ڊرامن ۾: 'آس'، 'سڪن وارو سڄ' ۽ 'ٽرڙو عاشق' شامل آهن.

اگهوٽي ٿرپارڪر ضلعي ۾ جيئي سنڌ محاذ جو آرگنائيزر جمن دربدر کي چونڊيو ويو، اهڙيءَ ريت هن پهرين باقاعدي جيئي سنڌ محاذ ۽ بعد ۾ جيئي سنڌ قومي محاذ ۾ سرگرم سياست ڪئي آهي.

جمن دربدر سٺو قومي شاعر آهي. هن شاعريءَ جي شروعات 1968ع ڌاري عشقيہ شاعريءَ سان ڪئي ۽ پوءِ عوامي ڏک سک ڏسي قومي شاعري ڪئي. جمن دربدر جو هيٺيون ڪلام سنڌ ۾ ڏاڍو مشهور ٿيو جنهن کي سائين جي. ايم. سيد اڪثر اچاريندو ۽ ورجائيندو هو ۽ هن پنهنجن ڪيترن ڪتابن ۾ حوالي طور ڏنو ۽ هڪ هنڌ ان جو انگريزي ترجمو بہ شامل ڪيو آهي.

ولي هر هر جنم وربو مٺا مهراڻ ۾ ملبو
ختم اونداهہ ٿي ويندي، چٽيءَ چانڊاڻ ۾ ملبو

سائين جي. ايم. سيد جي مزار واري احاطي جي دروازي تي بہ اهو شعر لکيل آهي. جمن دربدر جو ڪيترو ڪلام محفوظ نہ رهي سگهيو آهي، سندس شاعري مشهور فنڪارن شفيع فقير صادق فقير سرمد سنڌيءَ ۽ ٻين ڳائي آهي. جڏهن تہ جمن دربدر خود بہ سٺو فنڪار آهي، هو اسٽيجن تي سازن توڙي بنا سازن سان ڳائي محفلون مچائيندو رهندو آهي. هن 1987ع ۾ سنڌي عورتن جي سنستا (تنظيم) مارئي، دهلي پاران منعقد ٿيل "شاهہ لطيف انٽرنيشنل ڪانفرنس" ۾ فنڪار جي حيثيت ۾ شرڪت ڪئي ۽ اتي ڳايل سندس ڪلام آل انڊيا ريڊيو دهليءَ تان نشر ٿيندا رهن ٿا. هن ڊراما آرٽسٽ طور ڪيترائي ميڊل ۽ ڪپ حاصل ڪيا آهن.

سائين جي. ايم. سيد کان سواءِ ڪامريڊ غلام محمد لغاري ۽ ڪامريڊ ڄام ساقيءَ سان بہ ويجهڙائي رهي اٿس. قومي سرگرمين کانسواءِ ادبي، سماجي ۽ فلاحي ڪمن ۾ بہ حصو وٺندو رهيو آهي.

**جمن شاهہ جَتيءَ جو مقبرو:** مڪليءَ جي قبرستان ۾ شيخ جيئي جي مقبري جي اتر ۾ ٿوري ئي فاصلي تي ارغون دور (سورهين صدي عيسويءَ) جو اڏيل مقبرو جمن شاهہ جتيءَ جو آهي. مقبرو سڄو پڪين سرن جو ماپ ۾ 7. 8 ميٽر چورس ٺهيل آهي. مقبري کي ڏکڻ ۾ پاڻيلن سان دروازو ۽ اتر ۽ ڏکڻ ۾ وڏيون دريون آهن. اولهہ ۾ محراب آهي جيڪو اڻکنڊي نموني ٺهيل آهي. هيٺان کان هن جو پيل پائو وچي ٿي جيڪو اصل ۾ ڪنڊ جو جوڙ آهن، جيڪي هر ڪنڊ تي ٺهيل آهن. هي ڪنڊ جوڙون مقبري کي اٺڪندو ڪن ٿيون، جن تي مٿي گنبذ ٺهيل هو جيڪو هن وقت ڊٺل آهي.



جمن شاهہ جتيءَ جو مقبرو

مقبري ۾ اندر هڪ ٿلهي تي قبر ٺهيل آهي جنهن کي چوڌاري بہ ڏاڪا ڏنل آهن. قبر چئني پاسي اڪر جي شاندار ڪم سان سينگاريل آهي. نسخ خط ۾ عبارتون لکيل آهن. قبر جي ڏکڻ پاسن کان قرآني آيتون اڪريل آهن. قبر جي مٿان ڪلاهہ رکيل آهي. مقبرو پڪ سرائون آهي، پر انهن جو پلتر اگهڙي ويو آهي.

**جمن شاهہ جيلاني:** پير سيد جمن شاهہ جيلاني 1930ع ڌاري درگاهہ "ڊنڙي شريف" جي پهرئين گادي نشين سيد ڏنل شاهہ جي گهر ڊنڙي، ضلعي سانگهڙ ۾ جنم ورتو هن ابتدائي تعليم ڳوٺ جي اسڪول مان حاصل ڪئي، ان کان پوءِ مدرسي درگاهہ حسن بخش شاهہ مان قرآن شريف کان سواءِ ٻي ديني تعليم پڻ حاصل ڪيائين. هو نيڪ ۽ پرهيزگار شخص هو سنڌ جي تمام گهڻين درگاهن تي ساليانو حاضري ڏيندو هو پنهنجي پيءُ جي وفات کان پوءِ درگاهہ ۽ اوطاق تي لنگر جو سلسلو برقرار رکيائين، هر جمعي تي نماز کانپوءِ صوفياڻو راڳ منعقد ڪرائيندو هو جمن شاهہ. احمد آباد واري جو ساليانو ميلو لڳرائيندو هو ۽ صوفياڻي محفل سان گڏ لنگر جو انتظام بہ



پنهنجي خرچ تي ڪندو هو. هن قاضي احمد لڳ قائم درگاهه سيد ڪامل شاهه جي روضي جو ڪم به ڪرايو ۽ اتي مسجد ۽ مسافرخانو به تعمير ڪرايائين. پير صاحب جيسين تائين حال حيات هو سندس اوطاق تي سڄو ڏينهن ڪچهريون ۽ محفلون لڳل هونديون هيون. درگاهه حسن بخش شاهه جيلانيءَ تي نئين سر مسجد تعمير ڪرايائين ۽ مدرسي جو سڄو خرچ ذاتي آمدنيءَ مان ڪندو هو. هن جنوري 2005ع ۾ وفات ڪئي. کيس حسن بخش شاهه ڏنڙي واري درگاهه ۾ دفنايو ويو.

**جمن شاهه شهيد**: سيد جمن شاهه شهيد عرف داتا جمن شاهه جي مزار حيدرآباد شهر ۾ ٽنڊي آغا جي وسنديءَ ۾ عقيدتمندن لاءِ هڪ زيارتگاهه طور مشهور آهي. سيد جمن شاهه شهيد ابن سيد جمال شاهه جي ولادت 15 محرم الحرام 1265هه/ 11 ڊسمبر 1848ع ۾ ٿي. سندس وڏا اصل بخارا شهر مان هجرت ڪري اچي سنڌ ۾ آباد ٿيا ۽ سيد جمن شاهه وڏو پرهيزگار هو. سندس مسڪن ٽنڊي ٺوڙهي وٽ ٽنڊي حيدر واري رستي تي ريلوي ڦاٽڪ وٽ هو. جتي هميشه عبادت ۾ مشغول رهندو هو ۽ عقيدتمندن کي وعظ ڪندو هو.



ٽنڊي ٺوڙهي جي هڪ مرزا لالچ ۾ اچي، 18 جمادي الثاني 1331هه مطابق 25 مئي 1913ع تي هن بزرگ کي تلوار جي وار سان شهيد ڪري ڇڏيو. ساڻس گڏ سندس خاص معتقد مرزا غلام محمد بيگ، (ٽنڊي آغا وارو) به سخت زخمي ٿيو پر اهو بچي ويو. جڏهن سيد جمن جو لاش اسپتال پهتو ته مقامي ڪليڪٽر ۽ ٻيا اعليٰ آفيسر به اچي پهتا. شاهه صاحب پنهنجي ۽ عقيدتمندن کي وصيت ڪئي هئي ته ”منهنجي قاتل کي ڪجهه به نه چئجو“. چون ٿا ته سيد جمن شاهه جي شهادت کان پوءِ قاتل ڇريو ٿي پيو ۽ گدو بندر واري ڇرين جي اسپتال ۾ داخل ٿيو. شاهه صاحب کي غسل ۽ ڪفن بعد هزهائينس مير نور محمد خان ٽالپر جي وزير مرزا ٻيدل بيگ ٽنڊي آغا واري قبرستان ۾ دفن ڪرايو ڪجهه عرصي کان پوءِ سندس قبر مٿان 8 ربيع الاول 1333هه مطابق 25 جنوري 1915ع تي ميرزا ٻيدل بيگ هڪ عاليشان مقبرو اڏايو جيڪو اڄ به ٽنڊي آغا ۾ زيارتگاهه طور موجود آهي. سيد جمن جي قبي جو پهريون مجاور مرزا غلام محمد هو. سيد صاحب جو اڄ ڏينهن تائين جماد الثاني واري مهيني ۾ 16، 17 ۽ 18 تاريخ تي ميلو لڳندو آهي. ميلي جي ٻئي ڏينهن تي ميرزا عنايت علي بيگ، سيد جمن شاهه جي دستار ۽ مينديءَ جي تقريب ڪرائيندو هو ۽ نذر جو بندوبست پڻ ڪرائيندو هو. سندس وفات کان پوءِ اها ذميواري سندس پٽ نڀائيندا اچن. ميلي جي آخري ڏينهن حضرت امام حسين عليہ السّلام جي مجلس عزا منعقد ٿيندي آهي، جيڪا سيد يار محمد شاهه ڪرائيندو هو ۽ هاڻي سيد شاهه مردان شاهه ڪرائيندو آهي. هن وقت سيد جمن شاهه شهيد جي مزار جو سجاده نشين سيد شاهه مردان شاهه آهي.

سيد جمن شاهه جي شهادت تي ميرزا ٻيدل بيگ هڪ قطعه تاريخ چئي هئي، جيڪا مقبري تي اڪريل آهي. هن ريت آهي:

از شهادت شد مشرف سيد جمن شاهه زار،
هجدهم ماه جماد دوم آن گردون وقار،
رفت جنت بهر سالش گفت ٻيدل را سروش،
’دوجده آغوش‘ خوابيده شه عالي تبار.

1331هه

ان کان سواءِ ميرزا ٻيدل بيگ هن سيد سڳوري جي شهادت تي هڪ طويل مسدس مرثيو پڻ چيو هو جيڪو 38 بندن تي مشتمل آهي. ميرزا ٻيدل بيگ جي انهي مرثيي جا ٻه بند هيٺ پيش ڪجن ٿا:

اڄ وري بيڏوهه ٿيو سادات جمن شاهه شهيد،
ڪربلا ۾ جيئن ڪُنو شبير کي شمر پليد،
تيئن ڪُنو موذي عداوت سان اچي سيد سعيد،
شمر کان پڻ ٿيو شقاوت ۾ زياده هي عنيد،
ڪربلا جو واقعو تازو ٿو ڏسجي سنڌ ۾،
ظلم هن جو شور ٻيبو جلد هاڻي هند ۾.

بس ٻيدل تون چا ڪندي هن حال جو شرح و بيان،
آل تي جي ظلم ٿيا سي ڪين ڪي آهن نهان،
عدل ظلمن جو ڪندو خود خالق هر دو جهان،
صابرن سر ڪيا فِدا پنهنجا رضا و صبر سان،
ظالمن کي ظلم جي ملندي سزا نار حميم،
صابرن لئي حق مقرر ڪيو سدا نعم النعيم.

**جمهوريت** (Democracy): لفظ جمهوريت جي معنيٰ آهي عوام جي حڪمراني يا جمهور جو راڄ. هن سياسي نظام جو آغاز يونان کان ٿيو. لفظ ’ڊيموڪريسي‘ ٻن يوناني لفظن جو مرڪب آهي: ڊيموس (Demos) معنيٰ عام ماڻهو ۽ ڪريٽوس (Kratos) جو مطلب آهي راڄ، سرڪار يا حڪومت. يونان ۾ هن نظام تحت عام ماڻهو، حڪومت جي قاعدن قانونن ٺاهڻ توڙي ڪم ڪار هلائڻ لاءِ سڌيءَ طرح پاڻ حصو وٺندا هئا. ان کان اڳ اُتي هڪ مخصوص ٽولو يا ڪو هڪڙو ’ڏاڍو ماڻس‘ راڄ ڀاڳ تي حڪمراني ڪندو هو انهيءَ طرح جتي نيارپ يا استثنيٰ کان سواءِ رڳو ڏاڍ جو راڄ هلندو هو اتي يوناني جمهوريت واري نظام بهترين تبديلي آندي. جمهوريت هڪ اهڙي سياسي نظام کي چئبو آهي، جنهن ۾ ڪنهن ملڪ جا ماڻهو پنهنجي مرضيءَ سان چونڊيل حڪومت کي اقتدار جو موقعو ڏين. جديد جمهوريت ۾ عوامي ووٽ سان ئي چونڊيل نمائندا کي اختيار حاصل ڪندا آهن. اهي عوامي نمائندا عام چونڊن، ريفرينڊم يا راءِ شماريءَ ذريعي به چونڊجي سگهن ٿا.

جمهوريت بابت ابراهام لنڪن لکيو هو تہ:

"Government of the people, by the people, for the people."

يعني ماڻهن جي حڪومت، ماڻهن ذريعي ۽ ماڻهن لاءِ.

جيڪڏهن جمهوريت کي سياسي ميدان ۾ ڏسبو تہ اها سياسي حڪومت جنهن ۾ آزاد خيال ماڻهو اقتدار ۾ هجن، انهن جي ذريعي حڪومت هلي ۽ ماڻهن جي مرضيءَ مطابق ۽ مثبت رخ ۽ طريقي سان نتيجا ڏئي تہ ان کي جمهوري نظام چئي سگهجي ٿو، جنهن ۾ هر هڪ ماڻهوءَ جي حقن جو خيال رکيو ويندو هجي. شروع کان وٺي جمهوريت ۽ آمريت جو هڪ ٻئي سان ٽڪر هلندو پيو اچي، جيئن ظاهر ۽ باطن، ڀلائي ۽ برائي جو اڻ ڪٽ ۽ اڻ ٽٽ ٽڪراءُ آهي.

حقيقت ۾ حڪومتي نظام هلائڻ لاءِ جمهوريت هڪ بهتر سياسي طريقو آهي، جنهن سان معاشري ۾ ماڻهن جي حقن ۽ خود معاشري جي جوڙجڪ کي يقيني طرح سان مثبت رنگ ۾ رڱيو ويندو آهي. حقيقي جمهوريت ۾ قدرت جي قانون جي جهلڪ پئي نظر ايندي آهي. جمهوري نظام هر انسان جي حقن جو پاسدار هوندو آهي. جنهن ۾ مستحق کي پنهنجو حق ۽ غير مستحق کي ان جي معيار مطابق صلو ملندو آهي. آمريت جو مطلب تہ ماڻهن تي اعتبار ڪرڻو ئي ناهي، صرف انهن تي حڪومت ڪرڻي آهي، جنهن سان زندگيءَ جي نااميديءَ جي نمايان تصوير نظر ايندي آهي ۽ جمهوريت موجب ماڻهن کي پنهنجي حڪمراني پاڻ ڪرڻ گهرجي ۽ ماڻهن کي موقعا ملڻ گهرجن تہ جيئن هو پنهنجي حقن جي حاصلات پنهنجي مرضيءَ مطابق ڪري سگهن. دنيا ۾ بهتر جمهوري نظام رکندڙ ملڪن ۾ انگلينڊ، چين، ڀارت ۽ آمريڪا ڳڻي سگهجن ٿا.

پاڪستان هڪ جمهوري عمل ذريعي وجود ۾ آيو ۽ هن وقت بہ چونڊيل جمهوري حڪومت آهي، پر هتي جمهوريت کي پير پختا ڪرڻ لاءِ وڏو عرصو لڳو آهي. ڇاڪاڻ تہ ملڪي تاريخ ۾ چونڊيل حڪومتن کي پنهنجو مدو پورو ڪرڻ نہ ڏنو ويو ۽ فوجي سربراهن جي سياست ۾ مداخلت ۽ اقتدار تي قبضي سبب ملڪ ۾ سياسي توڙي سماجي سطح تي مونجهارا ۽ رڪاوٽون پيش آيون. آمريت جا اهي دور ايوب خان جي مارشل لا کان شروع ٿيا هئا. ان دور ۾ 1956ع وارو آئين معطل ڪيو ويو ان بعد يحييٰ خان حڪومت جون واڳون هٿ ۾ ڪنيون، جيڪو پڻ فوجي جنرل هو، پر هن پارلياماني حڪومت ناهڻ لاءِ آئين سازيءَ تي زور ڏنو ان دور ۾ ڊسمبر 1971ع ڌاري پاڪستان جو اوڀرندو حصو ڀارتي مداخلت سبب الڳ ٿي 'بنگلاديش' بنجي ويو پر ان کان پوءِ باقي رهيل پاڪستان ۾ شهيد ذوالفقار علي ڀُٽو پنهنجي ٺاهيل پيپلز پارٽيءَ جي جمهوري نعرن ۽ عوامي حمايت سان اقتدار ۾ چونڊجي آيو تہ صحيح معنيٰ ۾ جمهوري نظام لاڳو ٿيو ذوالفقار علي ڀُٽي هڪ بهترين جمهوري مثال قائم ڪندي سمورين سياسي پارٽين جي حمايت سان قوم کي 1973ع وارو متفقہ آئين ڏنو ملڪ کي ائٽمي طاقت بڻائي، پاڙيسري ملڪن سان بهتر رشتو قائم رکڻ ۽ اسلامي ملڪن جي ڀائيچاري لاءِ ڪوشش ڪئي. انهيءَ آئين تحت هڪ ڀيرو وري 1977ع ۾ چونڊون ڪرايون ويون ۽ ڀٽو صاحب عوام پاران چونڊيو ويو پر ڪجهہ وقت کان پوءِ سندس خلاف سازشون شروع ٿيون، هڪ دفعو ٻيهر جمهوريت تي راتاهو هڻندي جنرل ضياءُ الحق، چونڊيل حڪومت جو تختو اونڌو ڪري، وقت جي وزيراعظم کي ڪوڙي ڪيس ۾ گرفتار ڪرايو ۽ سازش سٽي هڪ عدالتي فيصلي ذريعي ذوالفقار علي ڀُٽي کي شهيد ڪيو ويو جنرل ضياءُ الحق جي دور کي آمريت جو ڪارو دور سڏيو ويندو آهي. هن مسلسل 11 سال ڏنڊي جي زور تي حڪمراني ڪئي ۽ عوامي حقن جي پائمالي ٿيندي رهي.

1981ع جي شروعات ۾ پاڪستان ۾ جمهوريت جي بحاليءَ لاءِ 11 سياسي پارٽين گڏجي تحريڪ هلائي، جيڪا ايم. آر. ڊي (موومينٽ فار ريسٽوريشن آف ڊيموڪريسي) جي نالي سان مشهور ٿي، جمهوريت جي بحاليءَ جي تحريڪ هئي. پاڪستان پيپلز پارٽيءَ - سنڌ جي تڏهوڪي صدر مرحوم غلام مصطفيٰ خان جتوئيءَ جي اڳواڻيءَ ۾ عوام روڊن تي نڪري پيو، مظاهرا ۽ هڙتالون ٿيون. گرفتاريون بہ عمل ۾ آيون، پر جنرل ضياءُ الحق مطالبا نہ مڃيندي غير جانبدار چونڊون نہ ڪرايون. 1986ع ۾ ٻيهر ايم. آر. ڊي تحريڪ زور ورتو جمهوريت لاءِ سنڌ ۾ جدوجهد ڪندڙ ڪيترائي سنڌي نوجوان بہ فوجي حڪومت هٿان شهيد ڪيا ويا.

آگسٽ 1988ع ۾ جڏهن جنرل ضياءُ الحق هڪ جهاز حادثي ۾ اجل جو شڪار ٿيو تہ سياسي ميدان تي جمهوريت جا ڪرڻا ٻيهر ظاهر ٿيا. ان کان اڳ 1986ع ڌاري جڏهن محترمہ بينظير ڀٽو تعليم مڪمل ڪري ڏيهہ موٽي تہ لکين ماڻهن جي هجوم سندس شاندار استقبال ڪيو هو. 1988ع وارين چونڊن ۾ محترمہ بينظير ڀٽو ڪاميابيءَ بعد، اسلامي دنيا جي پهرين خاتون وزيراعظم بڻجي آئي ۽ جمهوريت واري راهہ تي پنهنجي والد جي نقش قدم تي هلندي ڪيترائي عوامي ڀلائي جا ڪم ڪيا. پر 1990ع ۾ تڏهوڪي صدر پاڪستان غلام اسحاق خان، ان حڪومت کي ڪجهہ بدعنوانين جي مبينا الزامن هيٺ برطرف ڪري ڇڏيو.

محترمہ جي حڪومت برطرف ٿيڻ بعد مسلم ليگ 'ن' جي ميان نوازشريف کي وزيراعظم ٿيڻ جو موقعو مليو. هن بہ جمهوريت وارين روايتن کي برقرار رکندي کي ترقياتي ۽ فلاحي ڪم ڪيا، پر ٿوري عرصي بعد 1993ع ۾ ساڳئي ئي صدر غلام اسحاق خان اسيمبليون ٽوڙي ڇڏيون. ان جو سبب نواز حڪومت ۾ صدر جا اختيار گهٽائڻ لاءِ ٿيندڙ ڪوشش چيو پئي ويو ٻيهر 1993ع ۾ محترمہ بينظير ڀٽو اقتدار ۾ آئي. پر ان دور ۾ بہ سندس حڪومت تي مبينا ڪرپشن جا الزام مڙهيا ويا. مخالفن جي سازشن تڏهن زور ورتو، جڏهن 1996ع ۾ وزيراعظم جي ڀاءُ مير مرتضيٰ جي شهادت جو واقعو پيش آيو نتيجي ۾ سياسي بحران جنم ورتو ۽ پ پ جي ئي چونڊيل صدر مرحوم فاروق احمد لغاريءَ اسيمبليون ٽوڙي ڇڏيون.

1997ع ۾ ٻيهر نواز ليگ کي حڪومت ڪرڻ جو موقعو مليو پر ان دور ۾ آرمي چيف جنرل پرويز مشرف جا حڪومت سان ڪارگل جنگ تي اندروني اختلاف پيدا ٿيا ۽ نواز شريف پاران آرمي چيف تبديل ڪرڻ جي ڪڙڪ پوڻ تي جنرل پرويز مشرف 12 آڪٽوبر 1999ع تي اقتدار تي قابض ٿي، نوازشريف کي 'جهاز سازش ڪيس' ۾ گرفتار ڪري، پوءِ ملڪ بدر ڪيو.

جنرل مشرف پڻ غير آئيني قدم کنيا، هڪ ئي وقت فوجي سربراهي توڙي صدارتي عهدي تي رهڻ سبب مٿس تنقيد به ٿي، عدالتي بحران به پيدا ٿيو، هن به دفعا ملڪ ۾ ايمرجنسي به لاڳو ڪئي، سنڌس دور ۾ ملڪ ۾ دهشتگرديءَ جا واقعا به وڌي ويا، ماڻهو گم ٿيڻ توڙي نواب اڪبر بگٽيءَ کي قتل ڪرائڻ جا الزام به مٿس مڙهيل آهن. سنڌس اقتدار جي پڇاڙيءَ ۾ محترمه بينظير ڀٽو جي شهادت جو واقعو به پيش آيو. ان بعد سياسي هوا جو رخ تبديل ٿيو ۽ جمهوريت لاءِ ماحول ٺهيو ۽ هڪ وڏي عرصي بعد پيپلزپارٽيءَ 2008ع وارين چونڊن ۾ اڪثريت سان ڪاميابي ماڻي، اي.اين. پي ۽ نوازليگ سميت ٻين پارٽين سان گڏجي هڪ جمهوري حڪومت جو ٻيهر آغاز ڪيو. يوسف رضا گيلانيءَ کي وزيراعظم چونڊيو ويو. سيني سياسي پارٽين جي دٻاءَ تي صدر پرويز مشرف کي استعفا ڏيڻي پئي ۽ اڪثريتي راءِ سان صدر آصف علي زرداري، ملڪ جو صدر بڻيو. هن دور ۾ سيني پارٽين جي اتفاق راءِ سان ارڙهين ترميم ذريعي آئين ۾ ڪيترين ئي بهتر تبديليون آنديون ويون آهن. جڏهن ته ڪجهه اختلافن سبب نواز ليگ، وفاق کان الڳ ٿي صرف پنجاب ۾ حڪومت ڪري رهي آهي، جڏهن ته اپوزيشن سيٽن تي ويهي ايوان ۾ اختلاف راءِ رکڻ کي به هڪ جمهوري عمل سڏجي ٿو.

هن وقت ان جمهوري حڪومت کي ڪيترائي مسئلا درپيش آهن. جيتوڻيڪ کي سياسي، سماجي ۽ معاشي بحران به آهن، پر عوام جي راءِ ۾ آمريت کان جمهوريت کي بهتر سمجهيو وڃي ٿو.

**جمهوري مجلس عمل**: ڊيموڪريٽڪ ايڪشن ڪميٽي جيڪا 'ڊيڪ' جي نالي سان مشهور ٿي. هيءَ ڪميٽي ڊسمبر 1968ع ۾ صدر ايوب خان جي حڪومت خلاف تحريڪ هلائڻ لاءِ 8 جماعتن گڏيل طور تي ٺاهي، جن ۾: عوامي ليگ (شيخ مجيب الرحمان گروپ)؛ عوامي ليگ (نوابزاده نصر الله خان گروپ)؛ ڪونسل مسلم ليگ؛ نيشنل ڊيموڪريٽڪ پارٽي؛ نيشنل عوامي پارٽي؛ جماعت اسلامي؛ جميعت العلماءِ اسلام ۽ جميعت علماءِ پاڪستان وغيره شامل هيون. مجلس عمل ۾ پيپلزپارٽي ۽ عوامي نيشنل پارٽي (ڀاشاني گروپ) شموليت نه ڪئي. 8 جنوري 1969ع ۾ مجلس عمل جي هڪ اجلاس ۾ هي مطالبا ڪيا ويا:

(1) 1962ع جو صدارتي آئين رد ڪري وفاقي پارلياماني طرز جي حڪومت اختيار ڪئي وڃي.

(2) سيني شهرين جي آزادي جي بحاليءَ، يونيورسٽي آرڊيننس ۽ بغير ڪيس هلائڻ جي قيد رکڻ وارن قانونن کي رد ڪرڻ.

(3) سيني سياسي قيدين، ذوالفقار علي ڀٽي، شيخ مجيب الرحمان ۽ خان عبدالولي خان سميت سيني کي آزاد ڪيو وڃي.

(4) تعزيرات پاڪستان جي شق 144 تحت سيني قانونن کي منسوخ ڪيو وڃي.

(5) پروگريسو پيپرز لميٽيڊ ۽ ان جي اخبارن ۽ رسالن کي اصل مالڪن کي واپس ڪيو وڃي.

جمهوري مجلس عمل تمام جلد هڪ عوامي قوت اختيار ڪري ورتي، جنهن جي دٻاءَ تي ايوب خان مارچ 1969ع ۾ گول ميز ڪانفرنس منعقد ڪئي. شيخ مجيب الرحمان کي ان ڪانفرنس ۾ شريڪ ڪرڻ لاءِ جيل مان آزاد ڪيو ويو ان ڪانفرنس ۾ ذوالفقار علي ڀٽي ۽ مولانا ڀاشانيءَ کان سواءِ جمهوري مجلس عمل ۾ شريڪ سيني جماعتن جي سربراهن شرڪت ڪئي. ايوب خان نيون چونڊون ڪرائڻ ۽ اقتدار عوام جي چونڊيل نمائندن حوالي ڪرڻ تي راضي ٿي ويو هو پر جنرل يحيٰ خان 25 مارچ 1969ع تي ٻي مارشل لاءِ لڳائي 'ڊيڪ' جي سمورين ڪوششن تي پاڻي ڦيري ڇڏيو.

**جميعل شاهه ڏاتار**: هي جميعل شاهه گرناريءَ جي نالي سان به ڄاتو وڃي ٿو سنڌس مقبرو ڳوٺ پيرپٽي، ضلعي ٺٽي ۾ موجود آهي. سنڌس تعلق هندستان جي علائقي گرنار سان هو جيڪو گجرات ضلعي ۾ جوناڳڙهه جي پرسان جو علائقو آهي. گرنار جي ٽڪرين تي ڪيترائي هندو ڌرم ۽ جين مت وارن جا مندر موجود آهن. سنڌ ۾ گرنار کي شاهه عبداللطيف ڀٽائي گهڻو ڳايو آهي، جو ته تاريخي طور گرنار، گورکنات جي پسند جي جاءِ رهي آهي. سنڌ ۾ گورکنات کي 'جميعل شاهه ڏاتار' جي نالي ۾ پوڄيو ويندو آهي.

جميعل شاهه ڏاتار سنڌ جي صوفين ۾ واحد صوفي آهي، جنهن جو تذڪرو ڪافي الجهليل آهي، ڪيترا ڪيس گورکنات جو اوتار سمجهن ٿا. مولانا نعيمي پنهنجي ڪتاب 'Sufis of Sindh' (1997ع) ۾ جميعل شاهه جو مڪمل نالو سيد عبدالهادي طلحه عرف جميعل شاهه گرناري لکيو آهي، جيڪو سنڌس لکيت موجب 1185ع ۾ مشهد ۾ ڄائو ۽ ننڍپڻ ۾ قرآن پاڪ حفظ ڪيائين. ظاهري علمن سان گڏ باطني علمن ۾ به پڙ ٿيو. هو پوءِ سنڌ آيو ۽ پيرپٽي جو مريد ٿيو. جتان نقشبندي ۽ چشتي طريقي جي بيعت ڪيائين. هي ٻئي طريقا هڪ ٻئي جي مخالف سمجهيا وڃن ٿا، ڇاڪاڻ چشتي طريقي ۾ راڳ جي اجازت آهي، جڏهن ته نقشبندي طريقي ۾ راڳ منع ٿيل آهي. نعيميءَ موجب جميعل شاهه ڀهرائين چشتي ۽ پوءِ نقشبندي ٿيو.

ڊاڪٽر الانا صاحب جي لکت موجب هو پير پٽي جو سجاده نشين ۽ ميمڻ جو روحاني پيشوا هو ۽ امام موسيٰ ڪاظم جي پوئيرن مان هو. هن ئي ميمڻ برادريءَ کي اسلام ڏانهن راغب ڪري مسلمان ڪيو. هن 1244ع ۾ وفات ڪئي. سنڌس عاليشان روضو موجود آهي، جتي هر سال ٿن ڏينهن جو ميلو لڳندو آهي.

**جمي ڪارٽر** (Jimmy Corter): آمريڪا جو اڻيتاليهون صدر جمي ڪارٽر، ڀهرين آڪٽوبر 1924ع ۾ جارجيا رياست ۾ پيدا ٿيو. سنڌس خانداني نالو



جمز ارل ڪارٽر جونيئر آهي، سنڌس والد پوڪ ڪرڻ سان گڏوگڏ هڪ جنرل اسٽور به هلائيندو هو هي پنهنجي خاندان جو واحد فرد هو، جنهن ڪاليج ۾ تعليم حاصل ڪئي. هن ٻهرين عالمي جنگ ۾ ٻري فوج جي ليفٽيننٽ جي حيثيت ۾ حصو ورتو. ٻي عالمي جنگ جي خاتمي کان هڪ سال پوءِ هن کي بحريه ۾

ڪميشن مليو. والد جي وفات کان پوءِ هن بحريه جي نوڪري ڇڏي ۽ پنهنجي ڳوٺ هليو ويو. 1962ع ۾ هن سينيٽ جي چونڊن ۾ حصو ورتو ۽ ڪامياب ٿيو. 1970ع ۾ هن کي جارجيا جو گورنر مقرر ڪيو ويو. گورنر جي حيثيت ۾ هن ٻن وڏن واپاري وفدن جي اڳواڻي ڪئي. 1977ع ۾ هن ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي صدارتي چونڊن ۾ حصو ورتو ۽ ڪامياب ٿيو. هن صدر جي حيثيت ۾ 20 جنوري 1977ع تي پنهنجي عهدي جو قسم کنيو. نومبر 1980ع ۾ ٿيل چونڊن ۾ هي هارائي ويو.

**جميلا بوپاشا**: الجزائر جي نوجوان ڇوڪري جنهن الجزائر جي آزاديءَ جي تحريڪ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو جو اڄ سنڌس نالو دنيا جي انقلابي ڇوڪرين ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو. هن دنيا جي ان طاقت سان مقابلو ڪيو، جيڪا هميشه اها دعويٰ ڪندي هئي ته اسان دنيا ۾ امن ۽ سلامتيءَ جا علمبردار آهيون، پر جڏهن الجزائر فرانس کان آزادي گهري ته آزادي گهرندڙن تي ايترا ظلم ڪيا ويا، جو دنيا ڏسي حيرت ڪرڻ لڳي.

جميلا بوپاشا هڪ پڙهيل لکيل گهر ۾ جنم ورتو هيءَ ننڍپڻ کان ئي الڳ رهڻ پسند ڪندي هئي، پر جڏهن نيشنل لبريشن فرنٽ فرانس خلاف گوريلا جنگ شروع ڪئي ته ڪيترين نوجوان عورتن، اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ پڙهندڙ ڇوڪرين فرانس خلاف آواز اٿاريو. هڪ ڏينهن فرانس جي ڇاپا مار فوج پوليس سان ملي جميلا بوپاشا جي گهر تي حملو ڪيو. هنن کي اطلاع هو ته ڪي مجاهد جميلا جي گهر ترسيل آهن. جيڪي فوج خلاف ويڙهه جي رٿابندي ڪري رهيا آهن. جڏهن فوج گهر ۾ رات جي وقت ڇاپو هنيو ته ان وقت سڀ ننڊ پيا هئا. جميلا کي گرفتار ڪيو ويو. سندس والد عبدالعزيز ۽ ڀيڻوئي احمد کي گرفتار ڪري الجزائر جي جيل الجير آندو ويو. جتي جميلا تي تمام گهڻو غير انساني تشدد ڪيو ويو. ڇاڪاڻ ته جڏهن فرينچ فوج خلاف ڪيس داخل ڪيو ويو ۽ ان فوج خلاف هڪ تحريري تحريڪ شروع ڪئي ته هن دنيا کي ان ظالم فوج ساڻس ڪيترو ظلم ڪيو. ان ڏس ۾ هن هڪ فرينچ قانوندان عورت 'جيلسي خليم'، کي خط لکيو. جنهن ۾ اهو سڀ ڪجهه بيان ڪيائين، جيڪو هن سان قيد ۾ اختيار ڪيو ويو. ان عورت قانوندان جڏهن هن جو خط پڙهيو ته هن سنڌس ڪيس وڙهڻ جو ارادو ڪيو ۽ الجزائر جي ويزا وٺي شهر پهتي، جتي هن جي ملاقات جميلا سان ٿي، پر هوءَ ڪجهه به نه ڪري سگهي، ڇاڪاڻ ته ان وقت الجزائر ملڪ ۾ نه پوليس، نه فوج ۽ نه ئي عدالت آزاد هئي. هن بهادر ڇوڪريءَ خلاف فيصلو ٻڌايو ويو پر اهو ڏينهن جلد آيو جڏهن آزاديءَ جي مجاهدن جي سامهون فرانس کي هٿيار ڦٽا ڪرڻا پيا ۽ 21 اپريل 1962ع ۾ سڀني قيدين کي آزاد ڪيو ويو ۽ الجزائر ملڪ کي آزاد ڪيو ويو.

**جميل اختر**: جميل اختر ولد محمد نواب حسن 10 آگسٽ 1958ع تي گرهول شريف ضلعي سيتا مڙهي (بهار) ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم ڪمهروليءَ مان حاصل ڪيائين. گريجوئيشن جي تعليم متهلا يونيورسٽيءَ مان حاصل ڪيائين. ايم. اي، ايم. فل ۽ پي. ايڇ. ڊي جون سندون 'جواهر لال' يونيورسٽيءَ مان حاصل ڪيائين. تعليم کان فارغ ٿي N.C.E.R.T جو پروجيڪٽ انچارج ٿيو. 1995ع ۾ جامعه مليه اسلاميه، دهليءَ ۾ ريسرچ اسڪالر مقرر ٿيو ڊاڪٽر جميل اختر ڪيترائي ڪتاب لکيا، جن ۾: قرة العين حيدر سان ٿيل گفتگو تي لکيل ڪتاب 'انداز بيان اردو'، 'اقبال اور اشتراڪيت'، 'فرهنگ اصطلاحات ابلاغ' وغيره شامل آهن. ان ڪانسواءِ ٽي. وي، ڊرامن، فلم ۽ اخبارن بابت سنڌس ڪيترون ئي تحريرون شايع ٿيل آهن. ڊاڪٽر جميل نيشنل اوپن اسڪول جي تعاون سان ٻه ڪتاب 'اردو مختصر نويسي' ۽ 'اردو ٽائيپ رائيٽنگ' مرتب ڪيا آهن، جيڪي اردو ادب ۾ مفيد سمجهيا وڃن ٿا.

**جميل الدين عالي**: اردو ٻوليءَ جو نامور شاعر اديب ۽ محقق جميل الدين عالي ولد نوابزاده مرزا جميل الدين احمد خان، 1 جنوري 1926ع تي دهليءَ ۾ پيدا ٿيو. اينگلو عربڪ ڪاليج دهليءَ مان 1944ع ڌاري بي. اي ڪيائين. جميل الدين عالي 1947ع ۾ ورهاڱي کان پوءِ ڪراچيءَ اچي رهائش پذير ٿيو. ڪراچي يونيورسٽيءَ مان 1976ع ۾ ايل. ايل. بي ڪيائين. پنهنجي عملي زندگيءَ جو آغاز صنعت ۽ واپار واري کاتي ۾ ملازمت سان ڪيائين. اعليٰ ملازمت لاءِ چٽاڀيٽيءَ واري امتحان ۾ ڪاميابي ماڻي، 1951ع ڌاري پاڪستان ٽيڪسيشن سروس ۾ انڪم ٽيڪس آفيسر مقرر ٿيو. 1959ع ۾ ايوان صدر ۾ خاص آفيسر مقرر ٿيو. ان کان پوءِ تعليم کاتي ۾ ڪاپي رائيٽ، رجسٽرار ۽ نيشنل پريس ٽرسٽ جي سيڪريٽريءَ جي حيثيت ۾ ڪم ڪيائين. 1966ع ۾ ان ملازمت تان استعيفيٰ ڏنائين. وري 1967ع ۾ نيشنل بئنڪ آف پاڪستان سان وابسته ٿيو ۽ اورسيز ايگزيڪيوٽو وائيس پريزيڊنٽ جي عهدي تائين پهتو. اتان ايگزيڪيوٽو بورڊ جي ميمبر جي عهدي تي ترقي ڪري پاڪستان بئنڪنگ ڪائونسل ۾ پلاننگ ۽ ڊولپمينٽ ايڊوائيزر مقرر ٿيو.



جميل الدين عالي 1960ع ۾ پاڪستان جي سفير جي حيثيت ۾ عراق ويو ۽ ڪجهه مشرقي ملڪن جا دورا به ڪيائين. 1961ع ۾ يونيسڪو جي فيلوشپ مليس، يورپ ۽ آمريڪا جو دورو ڪيائين. ٽي دفعا چين ۽ ٽي دفعا روس به ويو.

جميل الدين عالي 1959ع ۾ 'پاڪستان رائيٽرز گلڊ' قائم ڪئي، جنهن طرفان ڪيترن اديبن جي ڪتابن سان گڏ شيخ اياز جو ڪتاب 'ڀؤنر ڀري آڪاس' به ڇپيو جنهن تي اڳتي هلي پاڪستان سرڪار بندش وڌي. 1967ع تائين پاڪستان رائيٽرس گلڊ جو اعزازي مرڪزي سيڪريٽري ۽ 1970ع ۾ ان جو سيڪريٽري جنرل ٿيو. ان ڪانسواءِ 1959ع کان 1962ع تائين 'انجمن ترقي اردو پاڪستان' جي گورننگ باڊي جو ميمبر رهيو ۽ 1962ع کان پوءِ ان جو چيف عالي صاحب رهيو؛ 1959ع کان وٺي اردو ڪاليج ڪراچيءَ جو اعزازي سيڪريٽري؛ ۽ 1967ع ۾ ساڳئي ڪاليج جي ٻنهي حصن (آرٽ ۽ سائنس) جو اعزازي سيڪريٽري ۽ اعزازي ايڊمنسٽريٽر ٿي رهيو. مرڪزي اردو بورڊ لاهور، ترقي اردو بورڊ ڪراچي' ۽ 'نئشنل بڪ ڪائونسل آف پاڪستان' جي انتظاميا جي ڪاپي رائيٽ ٽربيونل جو ميمبر

رهيو ۽ مقتدره قومي زبان جي انتظامي ڪميٽيءَ جو ميمبر به رهي چڪو آهي.

سندس علمي ادبي خدمتن تي کيس صدارتي اوارڊ 'هلال امتياز' ۽ اڪادمي ادبيات پاڪستان پاران 'ڪمال فن اوارڊ' ڏنا ويا آهن. سندس ڇپيل ڪتابن ۾: (1) 'غزلين، دوهي، گيت' (شعري مجموعو: 1957ع)، (2) 'نئي ڪرن' (1959ع)، (3) 'لاحاصل' (1974ع)، (4) 'جيوي جيوي پاڪستان' (قومي نغما: 1974ع)، (5) 'دنيا تماشہ ميري آگي' (سفرنامو: 1975ع)، (6) 'صدا ڪرچلي، دعا ڪرچلي' (ڪالمن جو مجموعو: 1985ع)، (7) 'حرف چند' (ڪتابن جا مقدما: 1988ع)، (8) 'اي مري دشت سخن' (شعري مجموعو: 1995ع)، (9) 'وفا ڪر چلي' (ڪالمن جو مجموعو)، (10) ' Destination (Beyond Destination-1996' ۽ (11) 'انگلش- اردو ڊڪشنري' (مولف: باباءِ اردو نگران).

جميل الدين عالي 1997ع ۾ سينيٽ جو ميمبر به چونڊيو ويو. هن وقت ڪراچيءَ ۾ رهائش پذير آهي.

**جميل الزمان 'جميل'، مخدوم:** مخدوم جميل الزمان 'جميل' مخدوم امين فهيم جي گهر ۾ 27 جولاءِ 1961ع تي هالا ۾ جنم ورتو. سندس تربيت علمي ۽ ادبي ۽ روحاني ماحول ۾ ٿي، ان ڪري سندس 1981ع کان علم، ادب ڏانهن ذهني لاڙو ٿيو. شاعريءَ ۾ پنهنجي ڏاڏي ۽ سنڌ جي عظيم شاعر مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ کان رهنمائي ورتي. اهوئي ڪارڻ آهي جو سندس شاعريءَ ۾ پختگيءَ سان گڏ خيال جي گهرائي ۽ نواڻ موجود آهي. نثر جي ميدان ۾ سندس لاڙو تحقيق ۽ تاريخ طرف آهي. کيس بنهي مضمونن جو وسيع مطالعو، مشاهدو ۽ تحقيقي ڄاڻ آهي. شاعري،



تحقيق، تاريخ، سوانح ۽ ٻين موضوعن تي سندس هيٺيان ڪتاب ڇپيل آهن: (1) اتر لڳا آءِ پرين (شاعري)، (2) دلربا دلربا (شاعري)، (3) سنڌ جي واقعاتي تاريخ، (4) تذڪره مخدومان هالا، (5) خير شيرازي (لغت)، (6) ملاقات (شاعري)، (7). محبت پائي من ۾، (8) سيد فتح محمد شاهه اجناڻي (سوانح ۽ ڪلام)، (9) انهن سنڌي ڳالهڙي (ترتيب)، (10) منهنجو نندپڻ (مخدوم طالب المولىٰ جي آتم ڪٿا واڌارن ۽ سڌارن سان ترتيب)، (11) صبوحي (ترتيب)، (12) سج وڙاءِ (ترتيب)، (13) قافيا ڪوش (لغت: 2010ع)، (14) (2010) The Days & Dates.

مخدوم جميل الزمان پنهنجي ڏاڏي ۽ والد جي روايت موجب سياست ۾ پيپلز پارٽيءَ سان واڳيل آهي. 1997ع ۾ پهريون ڀيرو سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو. 2005ع ۾ پيپلزپارٽي ضلعي حيدرآباد جو صدر چونڊيو ۽ هن اهي ذميواريون احسن نموني نڀايون. 2008ع جي چونڊن ۾ هڪ ڀيرو ٻيهر صوبائي اسيمبلي سنڌ جو ميمبر چونڊيو ۽ هن وقت بين الصوبائي رابطن جو وزير آهي. کيس جنوري 2011ع کان انٽيڪيوٽيز کاتي جو قلمدان به ڏنو ويو آهي. هن سنڌي ٻولي قومي ٻوليءَ لاءِ اسيمبلي ۾ ان کان ٻاهر آواز اٿاريو.

مخدوم جميل الزمان هن وقت سنڌي ادبي بورڊ جو چيئرمئن؛ بزم طالب المولىٰ سنڌ جو وائيس چيئرمين؛ ذات پبليڪيشن جو باني ۽ طالب المولىٰ اڪيڊمي هالا جو چيئرمئن آهي. هالا جي ادبي روايتن جي تسلسل کي برقرار رکڻ ۾ مخدوم جميل الزمان جون خدمتون ساراهڻ جوڳيون آهن.

**جميلاڻي:** تعلقي ڪپري جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حاجي اسماعيل ڪنيار، غلام قادر مري، حاجي الهه ڏنو شر، پير ابراهيم خليل، جان محمد شر ۽ نور محمد بروهي.

**جميل جالبي، ڊاڪٽر:** اردوءَ جو ناميارو اديب، نقاد ۽ محقق. ڊاڪٽر جميل جالبي، 1 جولاءِ 1929ع تي عليڳڙهه ۾ ڄائو. ايم. اي (انگريزي) 1949ع ۾ ۽ ايم. اي (اردو) 1950ع ۾ ڪيائين. ان سان گڏ ئي 1950ع ۾ ايل. ايل. بي جو امتحان پاس ڪيائين. 1971ع ۾ ڊاڪٽر غلام مصطفىٰ خان جي نگرانيءَ ۾، سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڊاڪٽريٽ جي ڊگري ورتائين ۽ 1975ع ۾ ڊي. لٽ جي ڊگري ورتائين. شروعات ۾ انڪم ٽيڪس کاتي ۾ ملازم رهيو. 1983ع کان 1987ع تائين ڪراچي يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر رهيو ان بعد کيس 1987ع کان 1994ع تائين نيشنل لئنگئيج اٿارٽيءَ جو چيئرمئن مقرر ڪيو ويو. 1991ع کان 1998ع تائين اردو لغت بورڊ جي اعزازي صدر طور خدمتون سرانجام ڏنائين. ادب ۾ سندس دلچسپيءَ جو موضوع تحقيق رهيو آهي. سندس 40 کن ڪتاب ڇپيل آهن. سندس تنقيد جي موضوع تي ڇپيل ڪتابن ۾: 'تنقيد اور تجربہ' (1967ع)، 'مير تقي مير' (هڪ مطالعو: 1981ع)، 'ادب ڪلچر اور مسائل' (1986ع)، 'ن. م راشد- ايڪ مطالعہ' (1986ع)، 'معاصر ادب' (1991ع)، 'قومي زبان، يڪجهتي، نفاذ اور مسائل' (1989ع)، 'قلندر بخش "جراءت" لکنوي تهذيب جو نمائنده شاعر: 1990ع) ۽ 'ميراجي- ايڪ مطالعہ' (1990ع) شامل آهن.



تحقيق جي موضوع تي سندس ڪتاب: 'ديوان حسن شوقي' (1971ع)، 'ديوان نصرتي' (1972ع)، 'مثنوي ڪدم رائو پدم رائو' (1973ع)، 'ادبي تحقيق' (1994ع) تي لکيل آهن. سندس تيار ۽ ايڊٽ ڪيل لغتن ۾: 'قديم اردو ڪي لغت' (1973ع)، 'فرهنگ اصلاحات جامعہ عثمانيہ' (جلد پهريون: 1991ع)، 'قومي انگريزي اردو لغت' (1992ع)، 'فرهنگ اصلاحات جامعہ عثمانيہ' (جلد ٻيو: 1993ع) شامل آهن. تاريخ جي موضوع تي: 'تاريخ ادب اردو' (جلد پهريون: 1975ع)، جلد ٻيو (حصو پهريون: 1982ع)، جلد ٻيو حصو ٻيو (1982ع)، جلد ٽيون (2006ع) ڇپيل اٿس ۽ سندس ترجمن ۾: 'ايليٽ ڪي مضامين' (1990ع)، 'ارسطو سي ايليٽ تڪ' (1975ع)، 'برصغير ۾ اسلامي جديديت' (1989ع)، 'برصغير ۾ اسلامي ڪلچر' (1990ع)، 'بوطيقا از: ارسطو' (1998ع) شامل آهن. جڏهن ته ڪلچر جي

موضوع تي ڪجهه انگريزي ڪتاب ۽ ڪجهه ٻاراڻي ادب ۾ به ڪتاب ڇپيل آهن.

ڊاڪٽر جميل جالبيءَ جي زندگي ۽ شخصيتن تي به ٽي ڪتاب ڇپيل آهن. ڪيس ڪيترن ئي اعزازن ۽ انعامن سان نوازيو ويو آهي، جن ۾ 'دائود ادبي انعام' (1954ع، 1973ع، 1974ع، 1975ع)، پاڪستان حڪومت طرفان 'ستاره امتياز' (1990ع)، 'طفيل ادبي اوارڊ' (1990ع) ۽ 'هلال امتياز پاڪستان حڪومت' (1994ع) شامل آهن. هن وقت ڪراچيءَ ۾ رهي ٿو.

**جن:** اسلامي نقطهٔ نظر مطابق جن خدا تعاليٰ جي خلقيل مخلوق آهي، جيڪو انسانن جيان نِما ٿيندو آهي. هي باهه جي تخليق آهي. انسانن جيان هن کي به اختيار مليل آهي ته 'خير' ۽ 'شر' مان ڪنهن جي به چونڊ ڪري ۽ متن 'جزا' ۽ 'سزا' پڻ واجب آهي. قرآن شريف جي اصطلاح ۾ آيل آهي ته جن نظر نه ايندڙ مخلوق آهي، جڏهن ته ڪجهه ملائڪ به 'جنن' ۾ شمار ٿين ٿا. جنن جي تخليق ڪيئن ٿي؟ ان جي حقيقت ڇا آهي؟ ان جي باري ۾ ڪيترن ئي مفسرن قرآن شريف جي انهن آيتن جي بنياد تي جنن بابت هي لفظ لکيا آهن ته "هن مخلوق جي باري ۾ ڪيترائي تصور قائم آهن" اسلامي عقيدي ۾ 'جن' جو وجود تسليم ڪيو ۽ مڃيو وڃي ٿو ۽ اڄ به قائم آهي. اوپر اولهه وارن عربن جو خيال هو ته جنن کي غيب جو علم ٿئي ٿو ۽ خدائي اسرارن تائين سندن ڪا رسائي آهي. اهڙيءَ طرح هُو 'جن' کي خدا سان شريڪ ڪندا هئا ۽ انهن جي عبادت ڪندا هئا ۽ جن جي نسل جي اصليت خدا سان ملائيندا هئا. جڏهن ته قرآن شريف ان عقيدي جي ترديد ڪئي آهي ته جڏهن اسان حضرت سليمان ؑ تي موت جو فيصلو عائد ڪيو ته سندس موت جي خبر ڏيڻ واري ڪائي شيءِ ن هئي سواءِ ان داغ جي، جو ان جي لٺ کي لڳو. اهڙيءَ طرح جڏهن حضرت سليمان عليه السّلام ڪري پيو ته جنن کي ان ڳالهه جو پتو پئجي ويو سو جيڪڏهن هو غيب ڄاڻن ها ته هن ذلت جي عذاب ۾ مبتلا نه ٿين ها (34: 14) . اسلامي عقيدي موجب جن ٻن قسمن جا ٿين ٿا. هڪ 'مسلمان' ۽ ٻيا 'عارف'. چيو وڃي ٿو ته جنن ۾ نَر ۽ ماد جون ٻئي صفتون آهن ۽ هي گڏجي رهندا آهن. جنن جون سرگرميون رات جي وقت شروع ۽ فجر جي ٻانگ کان اڳ ختم ٿي وينديون آهن.

**جنانُو:** تعلقي ٽنڊي محمد خان جي هڪ ديهه جو نالو آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جمعو چانگ، حاجي علي چانگ، جعفر چانگ، گل محمد ڪوڪر، ڪامڻ لاشاري، ڪمو لغاري ۽ دودو لاشاري.

**جناح، قائداعظم محمد علي:** قائداعظم محمد علي جناح، پاڪ و هند جي ڪامياب سياسي ليڊرن ۾ يڪتا تاريخي حيثيت جو مالڪ آهي. محمد علي جناح پاڪستان جو باني آهي، سا بذات خود هڪ اهم ڳالهه آهي، پر آئينده نسلن لاءِ هن ڳالهه جي علم جي سخت ضرورت آهي ته ان جي قائم ڪرڻ ۾ هن ڪهڙو حصو ورتو ۽ ڪهڙين حالتن کي منهن ڏنو.

قائداعظم محمد علي جناح اسماعيلي آغاخاني ڪٽنب مان هو، جيڪي اصل ۾ راجڪوٽ جي طرف کان واپار سانگي سنڌ لڏي آيا.

محمد علي جناح جو جنم 25 ڊسمبر 1876ع تي اڳوڻي ضلعي ڪراچي (۽ هاڻوڪي ضلعي ٺٽي) جي ڳوٺ جهرڪن ۾ ٿيو. جڏهن ته پرائمري رڪارڊ موجب سندس جنم جي تاريخ، 5 آڪٽوبر 1875ع آهي. ڪن مصنفن سندس جنم جو هنڌ ڪراچي ڄاڻايو آهي، جيڪا غلط فهمي ان ڪري پيدا ٿي آهي، جو ان زماني ۾ جهرڪن جو شهر ڪراچي ضلعي ۾ هو. جناح صاحب جي ماءُ جو نالو مٺي ٻائي ۽ پيءُ جو نالو جيڻا پونجا هو. جن جي شادي 1874ع ۾ ٿي



هئي. سندن خاندان جي فرم 'والجي پونجا جي' نالي سان مشهور هئي، ۽ اُهي چمڙي جو واپار ڪندا هئا. محمد عليءَ جو والد جيڻا پونجا گجرات ۾ چمڙي جو واپاري هو، جيڪو محمد عليءَ جي جمڻ کان اڳ ڪاٺياواڙ مان لڏي سنڌ ۾ جهرڪن ۾ اچي ويٺو. جيڻا لفظ جو اُچار عربي لکت موجب اڳتي هلي 'جناح' ٿي ويو. سندس ڏاڏي جو نالو پونجا والجي گوڪلداس ميگهجي هو، جنهن جو تعلق هندن جي ڀاٽيا راجپوت گهراڻي سان هو. جن جي رهائش گونڊل رياست ۾ ڪاٺياواڙ شهر جي ڳوٺ پنيليءَ ۾ هئي. سندس ابا ڏاڏا راجپوت گهراڻي سان تعلق رکندا هئا، پر پوءِ مسلمان ٿيا ۽ اسلام قبول ڪرڻ بعد اسماعيلي آغا خاني فرقي سان وابسته ٿيا. اڳوڻي وزير تعليم سنڌ، پيار علي الانا جو نانو سيٺ ڪريم ۽ پونجا پاڙ ۾ سوٽ هئا. محمد علي جناح ڀائرن ۽ ڀينرن ۾ سيني کان وڏو هو. سندس ڀائرن جا نالا: احمد علي ۽ بنده علي هئا، جڏهن ته ڀينرن جا نالا: رحمت، شيرين، مريم ۽ فاطمه هئا. سندن مادري ٻولي گجراتي هئي، پر سنڌ ۾ رهڻ ڪري سنڌي به ڳالهائيندا هئا.

محمد علي جناح ننڍو هو ته ڪيس ابتدا ۾ جهرڪن جي اسڪول ۾ داخل ڪيو ويو. بعد ۾ ڪراچي لڏي آيا ۽ ڪيس وڌيڪ پرائمري تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ 'گوڪلداس تيج گجراتي پرائمري اسڪول بمبئيءَ' ۾ موڪليو ويو. ڪيس ايڏي ننڍي وهيءَ ۾، ايترو دور دراز پنڌ تي، ابتدائي تعليم لاءِ موڪلڻ جا ڪارڻ ڪهڙا هئا، اُن جو پتو پئجي نه سگهيو آهي: بهرحال هي گهڻو وقت اوڏانهن رهي نه سگهيو ۽ پوءِ ڪيس 1886ع ۾ سنڌ مدرسته الاسلام ڪراچيءَ ۾ داخل ڪيو ويو جتان ڪيس ڪجهه وقت کان پوءِ ڪڍي، پندرهن سالن جي عمر ۾ ڪراچيءَ جي 'ڪرسچن مشنري اسڪول' ۾ داخلا ڏياري وئي، جتان هن مئٽرڪ پاس ڪئي. جناح صاحب هاءِ اسڪول جي پڙهائيءَ دوران ڪرڪيٽ جو بهترين رانديگر ۽ ٽيم جو ڪئپٽن هو. ڪيس گهوڙي سواريءَ جو به شوقين هو. جناح صاحب جي ڪٽنب جو لاڳاپو هڪ انگريز واپاريءَ، سر فريڊرڪ ڪرانٽ سان هو. تنهن هن نوجوان جي لياقت کي مدنظر رکي، سندس مائٽن کي وڌيڪ تعليم وٺڻ لاءِ ڪيس ولايت موڪلڻ جي صلاح ڏني، جنهن تي هن کي 16 ورهين جي عمر ۾ انگلنڊ ڏانهن بئريسٽري پڙهڻ لاءِ 1892ع ڌاري موڪليو ويو. جتي هي 'لنڪن اِن' ۾ داخل ٿيو. اُتي هن 1893ع ۾، لنڊن ۾، شيڪسپيئر ڊراما ڪمپنيءَ ۾، روميو (Romeo) جو ڪردار به ادا ڪيو.

ياد رهي تہ جناح صاحب جي پهرين شادي 16 ورهين جي ننڍيءَ ڄمار ۾ (1890ع ۾) پنيلي ڳوٺ جي، ايمي ٻائيءَ سان ٿي هئي، جڏهن اُن جي عمر 14 سال هئي. جناح صاحب کي انگلنڊ ۾ تعليم پرائيندي، اڃا 8 مهينا ئي نہ ٿيا هئا تہ ايمي ٻائي 16 سال جي ڄمار ۾ (1892ع ۾) وفات ڪري وئي. تنهنڪري سندس هيءَ شادي جهڙي ٿي، تهڙي نہ ٿي. سندس ماءُ کي ڊپ هو تہ جناح صاحب جي گهر واري فوت ٿيڻ ڪري هو متان ڪنهن انگريزياڻيءَ سان شادي نہ ڪري ويهي، جو تہ انگلنڊ وارو دور سندس ڦوهہ جوانيءَ جو دور هو. آزاد فضا ۾ ڪا جهل پل نہ هئي، پر ڏسجي ٿو تہ جناح صاحب پنهنجي زندگيءَ جي مقصد کي مٿانهون ۽ ممتاز رکيو ۽ اهن آتي ٻي شاديءَ طرف ڪو ڌيان نہ ڏنو.

جناح صاحب 1894ع ۾، 18 سالن جي ڄمار ۾ بئريسٽري ڪري ورتي، اهو ان دور جو هڪ رڪارڊ هو.

اُتي لنڊن ۾ محمد علي جناح، ڪانگريس جي مکيہ قومپرست ليڊر، دادا ڀائي نوروجيءَ (پارسي) جي اثر هيٺ آيو. انهن ڏينهن ۾ دادا ڀائي برٽش پارليامينٽ جي ميمبريءَ لاءِ اميدوار بيٺو هو، جنهن ۾ هن سندس ورڪر بڻجي ڪم ڪيو.

جناح صاحب بئريسٽريءَ جي سَنَد وٺي، 1896ع ۾ واپس ڪراچيءَ موٽيو، ۽ اچي ڪراچيءَ جي مشهور وڪيل هرچندراءِ وشنداس سان گڏ وڪالت شروع ڪيائين.



سندس ڪٽنب جي مالي حالت ان وقت ڪمزور ٿي وئي هئي. ڪراچيءَ ۾ وڪالت ڪرڻ لاءِ موقعا ۽ حالتون ٺيڪ نہ ڏسي، هي ٻئي سال (1897ع) بمبئي وڃي وڪالت ڪرڻ لڳو. اتي ٽن سالن (1900ع) تائين وڪالت ڪرڻ بعد ايڊووڪيٽ جنرل مسٽر مئڪفرسن جي آفيس ۾ وڃي ڪاغذن پڙهڻ جي اجازت ورتائين. 1900ع ۾ ئي مسٽر مئڪفرسن جي سفارش سان ڪيس ڇهن مهينن لاءِ پريزيڊنسي مئجسٽريٽ ممبئيءَ جي جاءِ تي ڪم ڪرڻ جو موقعو مليو. هن اُن دوران پنهنجي ننڍي ڀيڻ فاطمہ جناح کي ڪراچيءَ کان بمبئيءَ گهرائي ورتو تہ جيئن هوءَ ڪانوينٽ اسڪول ۾ تعليم اچي مڪمل ڪري.

1903ع ۾ جناح صاحب بمبئي ميونسپل ڪارپوريشن جو ليگل ائڊوائيزر مقرر ٿيو. ان کان پوءِ ڪيس پڪي ملازمت جي آڇ ٿي، پر هن اها رد ڪري وڪالت شروع ڪئي ۽ ڪامياب وڪيل ثابت ٿيو.

جڏهن ڇهن سالن جي محنت کان پوءِ، هي روزگار جي مسئلي ۾ بي فڪر ٿيو، تہ هن سياست ۾ حصو وٺڻ شروع ڪيو. جناح صاحب مسٽر گوکلي جي اثر هيٺ آيو. دادا ڀائي نوروجيءَ جو اڳ ۾ انگلنڊ ۾ واقف ٿي چڪو هو. جڏهن 1906ع ۾ آل انڊيا ڪانگريس جو اجلاس ڪلڪتي ۾ دادا ڀائي نوروجيءَ جي صدارت هيٺ ڪَٺو ٿيو، تہ هي (30 سالن جي عمر ۾) سندس پرائيويٽ سيڪريٽري ۽ ڊيليگيٽ ٿي، ان ۾ شريڪ ٿيو. ان اجلاس ۾ هڪ ٻن ٺهرائن جي تائيد بہ ڪيائين. ان کان پوءِ ڪانگريس جو رُخ تيز ڏسي، انگريزن اُن ئي سال، نواب وقار الملڪ جي صدارت هيٺ، مسلم ليگ جو ڍاڪا ۾ بنياد وجهرايو.

1906ع کان وٺي جناح صاحب سال بسال ڪانگريس جي اجلاسن ۾ حصو وٺڻ لڳو. 1908ع جي مدراس اجلاس ۾ هندستان جي مستقبل جي آئيني سوال تي لارڊ مارلي جي رپورٽ تي پيش ٿيل ٺهراءَ تي بحث ۾ حصو ورتائين. 1909ع ۾ هي بمبئي صوبي جي مسلمانن طرفان وائسراءِ جي ليجسليٽو ڪائونسل (Legislative Council) تي ميمبر چونڊجي ويو، جنهن ۾ هن دلچسپي وٺي پاڻ ملهايو.

1910ع ۾ الہ آباد ۾، سر وليم ويڊ برن جي صدارت هيٺ، ڪانگريس جو ساليانو اجلاس ڪٺو ٿيو. ان ۾ جدا چونڊن کي لوڪلبورڊن ۽ ميونسپالٽين ۾ رائج ڪرڻ جي اصول کي ننديڻ جو ٺهراءُ، جناح صاحب پيش ڪيو، جنهن جي مسٽر مظهرالحق ۽ سيد حسن امام تائيد ڪئي.

1911ع ۾ مولانا محمد علي جوهر ۽ سر وزير حسين جي مشوري ۽ صلاح تي جناح صاحب مسلم ليگ اجلاس ۾ شريڪ ٿيو ۽ ان جي 'دستور العمل' (Constitution) ۾ تبديلي آڻي، هندستان لاءِ 'خود حڪومت' (Self Government) حاصل ڪرڻ جي ترميم پاس ڪرايائين. انهيءَ اجلاس ۾ هن تقرير بہ ڪئي.

محمد علي جناح، اپريل 1913ع ۾ مسٽر گوکلي سان گڏ يورپ جي سير تي ويو، جتي هندستاني شاگردن جي تڪليفن دور ڪرائڻ لاءِ، 28 جون 1913ع تي، ڪاڪسٽن هال لنڊن ۾ تقرير ڪيائين ۽ شاگردن جي هڪ جماعت 'لنڊن انڊين ائسوسيئيشن' قائم ڪرڻ ۾ مدد ڪيائين. انهيءَ سال (1913ع) مولانا محمد علي جوهر ۽ سيد وزير حسين جي اسرار تي انگلنڊ ۾ آل انڊيا مسلم ليگ ۾ باقاعدي شموليت اختيار ڪيائين، پر ان شرط تي تہ سندس مسلم ليگ ۾ شموليت سان ڪانگريس جي رڪنيت اثر انداز نہ ٿيندي.

26، 27 ۽ 28 ڊسمبر 1913ع تي ڪانگريس جو اجلاس، ڪراچيءَ ۾ ڪَٺو ٿيو، جنهن ۾ ڪانگريس جو آئين بدلائي، خود حڪومت وٺڻ جي ٺهراءَ کي پاس ڪيو ويو. هن اجلاس ۾ جناح صاحب هندستان جي آئيني سڌارن بابت هڪ مکيہ ٺهراءُ پاس ڪيو. اتان هي آگري ۾ آل انڊيا مسلم ليگ جي اجلاس ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ روانو ٿيو. اهو اجلاس 30-31 ڊسمبر 1913ع تي سر ابراهيم رحمت الله جي صدارت ۾ ٿيو. ان اجلاس ۾ جناح صاحب سيڪريٽري آف اسٽيٽ فار انڊيا جي ڪائونسل ۾ تبديلي آڻڻ لاءِ تجويز پيش ڪئي.

1914ع ۾ جناح صاحب ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي وچ ۾ هندو مسلم مسئلن جي سمجهوتي ۽ ترقي پسند پاليسي اختيار ڪرڻ لاءِ ڪم ڪندو رهيو، جو تہ هو ٻنهي جماعتن ۾ اهم پوزيشن حاصل ڪري چڪو هو. ان سال ڪانگريس طرفان وڌيڪ سڌارن حاصل ڪرڻ لاءِ مئي 1914ع ۾ انگلنڊ هڪ وفد موڪليو ويو، جنهن ۾ هندستاني مسلمانن پاران جناح صاحب ۽ مسٽر مظهرالحق وفد جا ميمبر ڪري موڪليا ويا. اتي جناح صاحب

هندستان جي آئيني مسئلن تي اهڙو مدلل بحث ڪيو جو 'لنڊن ٽائيمس' جي نمائنديءَ سندس انٽرويو شايع ڪيو. واپس هندستان موٽڻ تي ڪانگريس جي مدراس واري اجلاس ۾ سندس خدمتن جي اعتراف ۾ ٺهراءُ پاس ڪيو ويو. انهيءَ سال يورپ ۾ پهرين مهاڀاري لڙائي لڳي، جنهن لاءِ ڪانگريس ۽ مسلم ليگ ٻنهي انگريزن جي مدد جو ٺهراءُ پاس ڪيو.

ڊسمبر 1915ع ۾ آل انڊيا ڪانگريس ۽ آل انڊيا مسلم ليگ جا اجلاس بمبئيءَ ۾ ڪوٺا ويا. ڪيترا ڪانگريسي اڳواڻ مسلم ليگ جي اجلاس ۾ شريڪ ٿيا، جن ۾ ڪانگريس جو صدر لارڊ سنها، اينيءَ بيسنٽ ۽ مهاتما گانڌي مکيه هئا. ان موقعي تي اينيءَ بيسنٽ، مسٽر گوکلي ۽ لوڪمانيه تلڪ جي گروپن ۾ ٺاهه ڪرائڻ لاءِ هڪ ٺهراءُ ذريعي ڪميٽي ٺهرائي. انهيءَ ٺاهه ڪرائڻ ۾ جناح صاحب مکيه ڀهرو ورتو پر 'آئيني سڌارن' جي مسئلي تي ٺاهه ۾ ڪامياب ٿي نه سگهيو.


برصغير جي آزاديءَ جا مهندار- محمد علي جناح ۽ گانڌي

1916ع جي اول ڌاري جناح صاحب کي بمبئيءَ جي مسلمانن ٻيو ڀيرو امپيريل ڪائونسل تي ميمبر چونڊي موڪليو. انهيءَ سال اپريل ۾ ڪانگريس طرفان مقرر ڪيل ڪميٽيءَ جي ميٽنگ الهه آباد ۾ گڏ ٿي. مسلم ليگ جا عيوضي به حاضر هئا. آخر ۾ ٻنهي جماعتن طرفان مقرر ڪيل ڪميٽيءَ جي گڏجاڻي، 17، 18 نومبر 1916ع تي ڪلڪتي ۾، سريندر ناٿ بئنرجيءَ جي صدارت ۾ ٿي، جنهن ۾ ٻنهي جماعتن جي عيوضين هڪ گڏيل سمجهوتي جي تجويز منظور ڪئي. سال جي آخر ۾ ٻنهي جماعتن جا اجلاس لکنوءَ ۾ ڪوٺا ويا. ڪانگريس اجلاس جي صدارت بابو امبيڪا چرن مزمدر ڪئي ۽ آل انڊيا مسلم ليگ جي اجلاس جي صدارت جناح صاحب ڪئي. انهن ٻنهي اجلاسن ڪلڪتي ۾ ڪميٽين طرفان پاس ڪيل گڏيل سمجهوتي جي تجويز کي پاس ڪيو. اُهو عهدنامو 'لکنو پئڪٽ' جي نالي سان مشهور ٿيو جنهن ۾ 'مسلمانن جي جدا چونڊن ۽ مخصوص سيٽن' جو اصول قبول ڪيو ويو هو.

ان دور ۾ جناح صاحب جا ڪانگريس سان اختلاف شدت اختيار ڪندا ويا. جناح صاحب ڪوشش ڪئي ته مسلمانن کي اڪثريت وارن صوبن ۾ جائز حق ملڻ تي سمجهوتو ٿئي، پر ڪجهه هندو اڳواڻن 'لکنو پئڪٽ' جي ابتڙ 'جدا چونڊن' جي اصول جي مخالفت ڪئي. ان ڳالهه تي جناح صاحب کي ڪاوڙ آئي، پوءِ به هو ٻنهي ڌرين ۾ سمجهوتي لاءِ ڪوشش ڪندو رهيو. باوجود ان جي، ڪيس فرقيوار ذهنيت جا طعنا ملڻ لڳا.

1917ع ۾ پهرين مهاڀاري لڙائي زور تي هئي. انگريز حڪومت، باوجود ڪانگريس ۽ مسلم ليگ طرفان حڪومت سان وفاداريءَ وارن ٺهرائن جي، سخت دٻاءَ جي پاليسي اختيار ڪئي.

جولاءِ 1917ع تي بمبئي ۾ آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽي ۽ آل انڊيا مسلم ليگ ڪائونسل جا اجلاس ڪوٺا ويا، ۽ انهن ۾ متفق فيصلو ڪيو ويو ته هڪ درخواست سيڪريٽري آف اسٽيٽ کي پيش ڪئي وڃي، جنهن ۾ هندستان جي 'خود- حڪومت' لاءِ گهر ڪئي وڃي. اهڙي درخواست تيار ڪري، ٻنهي جماعتن جو گڏيل وفد وائسراءِ ۽ سيڪريٽري آف اسٽيٽ کي مليو.

انهيءَ وقت ڌاري هندستانين کي گهرو راڄ (هوم رول) ملڻ لاءِ مسز اينيءَ بيسنٽ 'هوم رول ليگ' نالي سان جماعت قائم ڪري، هلچل هلائڻ لڳي. ان تي هندستان سرڪار ناراض ٿي، جون 1917ع ۾ مسز اينيءَ بيسنٽ کي نظربند ڪيو هن موقعي تي جناح صاحب، جيڪو اڳي هوم رول ليگ جو ميمبر نه هو سو ان جماعت ۾ شريڪ ٿي ويو ۽ جولاءِ مهيني ۾ بمبئيءَ جي هڪ پبلڪ ميٽنگ ۾ تقرير ڪندي، سرڪار جي انهيءَ قدم تي سخت نڪته چيني ڪيائين. حالتون سڌرڻ بدران بگڙڻ لڳيون ۽ سرڪار زياده سختيءَ طرف مائل ٿي. ان تي وري بمبئيءَ ۾ 30 جولاءِ 1917ع تي بمبئي پريزيڊنسي ائسوسيئيشن جي سهاري هيٺ، هڪ ميٽنگ جناح صاحب جي صدارت هيٺ ڪئي ٿي، جنهن ۾ سندس ڪيل تقرير مشهور آهي.

6 آڪٽوبر 1917ع تي الهه آباد ۾ آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽي ۽ آل انڊيا مسلم ليگ ڪائونسل جي گڏيل ميٽنگ ڪَٺي ٿي، جنهن ۾ گرم دَر ۽ عمر رسيده سياستدانن جي وچ ۾ برٽش حڪومت سان عدم تعاون ڪرڻ جي سوال تي بحث ٿيو. جناح صاحب، مسز اينيءَ بيسنٽ ۽ ڪيترن ٻين پراڻن تجربيڪار سياستدانن ان جي مخالفت ڪئي.

ساڳئي سال جي آخر ۾ ڊسمبر 1917ع ۾ ڪلڪتي ۾ ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جا ساليانه اجلاس ڪوٺا ويا. پهرئين جي صدارت مسز اينيءَ بيسنٽ ڪئي ۽ ٻئي جي صدارت مولانا محمد علي جوهر کي ڪرڻي هئي، پر هن جي نظربند هئڻ ڪري راجا صاحب محمودآباد، وقتي صدارت جا فرائض بجا آندا. ان اجلاس ۾ وڌيڪ آئيني سڌارن لاءِ گهر ڪئي وئي.

1916ع کان 1918ع وارا سال جناح صاحب جي زندگيءَ جي ڪاميابين ۽ ڪامرانين جا سحر انگيز سال هئا. ڪيس 'بمبئيءَ جو گل' (Flower of Bombay) سڏيو ويندو هو. بمبئيءَ جي هر جلسي ۾ سندس اعليٰ ڪردار ۽ قابليت جو تذڪرو هوندو هو جناح صاحب جي پهرين گهر واري بيماريءَ ۾ (1892ع ۾) گذاري چڪي هئي. 41 سالن جي عمر تائين جناح صاحب سياسي مسئلن ۾ متحرڪ رهيو. شادي به انساني زندگيءَ جو اهم پهلو آهي. 41 سالن جي عمر ۾ جناح صاحب رتن ٻائيءَ جي عشق ۾ گرفتار ٿيو. ان وقت رتن ٻائيءَ جي عمر 17 سال هئي. هوءَ بمبئيءَ جي مشهور پارسي صنعتڪار، سر ڊنشا پيٽٽ جي اڪيلي ۽ سڪيلڌي ڌيءَ هئي. سر ڊنشا محمد علي جناح جو دوست هو جناح صاحب سندس گهر ايندو ويندو هو ۽ سالن اُت ويهي ۽ ڪاٺ پيٽڻ جو گهرو رستو هئس. رتن ٻائيءَ

جناح، قائداعظم محمد علي

جي غير معمولي حسن، هوشياريءَ، تيز فهميءَ ۽ اعليٰ مذاق کيس مشتاق ڪري وڌو. رتن ٻائيءَ جي به جناح سان بي انتها محبت ٿي وئي. ٻنهي جي عمر ۾ 24 سالن جو فرق هو. جڏهن سر ڏنشا کي هن عشق جي خبر پئي ته ڏاڍو ڪاوڙيو ۽ ڌيءَ کي جناح سان ملڻ کان سختيءَ سان منع ڪيائين. پر عشق آڏو قيد، بند ۽ جهلون بي معنيٰ آهن. 18 سالن جي عمر تي پهچڻ بعد رتن ٻائي وات وڪيل هئي؛ ۽ هوءَ مائونٽ پليزنٽ روڊ تي جناح صاحب جي بنگلي تي پهتي.



16 اپريل 1918ع تي رتن ٻائيءَ اسلام قبوليو ۽ سندس مسلم نالو 'مريم' رکيو ويو. ٽن ڏينهن بعد 19 اپريل 1918ع تي جمعي جي ڏينهن سندس شادي محمد علي جناح سان ٿي. ٻهار جي ڙٽ ۾ جناح ۽ رتن ٻائي (مريم) ازدواجي ٻنڌڻن ۾ ٻڌجي ويا. شاديءَ ۾ جناح صاحب جا ڪيترا مسلم دوست شريڪ ٿيا. جن ۾ راجا صاحب آف محمود آباد به هڪ هو. اها خبر بمبئيءَ جي مشهور اخبار اسٽيٽسمئن ۾ شايع ٿي. رتن ٻائي ذهين ڇوڪري هئي. جناح به غير معمولي شخص هو. رتن کي به سياست جو شوق هو. تنهنڪري هوءَ جناح جو سياست ۾ ساٿ ڏيندي هئي.



جيئن وڃي ٿو ته جيئن نه جناح صاحب هيءَ شادي، برادريءَ کان ٻاهر ڪئي هئي، ان ڪري اسماعيلي آغاخاني جماعت مٿس ناراض ٿي ۽ کيس جماعت جي ڪمن ۽ سرگرمين ۾ اهميت نه ڏني ويندي هئي. رتن ٻائيءَ مان جناح صاحب کي اڳتي هلي 1919ع ۾ دينا جناح نالي هڪ ڌي ڄائي، جيڪا سندس واحد اولاد هئي.

1918ع ۾ هندستاني سياست تي مهاتما گانڌي ٻنهنجي ٽئين سياسي پروگرامن- 'عدم تشدد'، 'عدم تعاون' ۽ 'ستياگرهه' جي رستي اثر انداز ٿيو. ان جي پيٽ ۾ هوم رول ليگ وارا نرم ڏسڻ ۾ آيا. هوم رول وارن هندستان جي سوال پيش ڪرڻ لاءِ هڪ وفد انگلنڊ موڪلڻ گهريو. جنهن جي هند سرڪار اجازت نه ڏني. ان تي جناح صاحب، مسز اينِي بيسنٽ ۽ لوڪمانيه تلڪ، سرڪار جي انهيءَ روش کي هڪ گڏيل بيان ذريعي ننديو.

سگهو ئي وائسراءِ دهليءَ ۾ 'وار ڪانفرنس' جي ميٽنگ گهرائي، جنهن ۾ جناح صاحب هندستان کي آئيني سڌارن ڏيڻ لاءِ هڪ تجويز پيش ڪئي، جا چيئرمئن (وائسراءِ) اجهڻ نه ڏني. ان وقت ڏاري بمبئيءَ جي گورنر لارڊ ولنگڊن جي صدارت هيٺ هڪ 'وار ڪائونسل' جي ميٽنگ ٿي. ان ۾ جناح صاحب ۽ هوم رول ليگ ۽ گورنر جي وچ ۾ اختلاف راءِ ٿيو. جنهن ۾ سڌارن جي ڳالهه وچ ۾ آڻڻ جي اجازت نه ڏني. ان تي بمبئيءَ جي عوام ۾ ناراضگي پيدا ٿي پئي. جن مهاتما گانڌيءَ جي صدارت هيٺ پبلڪ ميٽنگ سڏائي. جنهن ۾ جناح صاحب، لارڊ ولنگڊن جي پاليسيءَ خلاف ننڌا جو ٺهراءُ پيش ڪري، سخت تقرير ڪئي. ان تي سرڪار پرستن طرفان ٽائون هال بمبئيءَ ۾ لارڊ ولنگڊن جي فائدي ۾ ٺهراءُ پاس ڪرڻ لاءِ جلسو سڏايو ويو. جناح صاحب ۽ مسٽر هارنيمن، عام ماڻهن کي ان جلسي ۾ اچڻ لاءِ دعوت ڏني. ان حالت کي ڏسي سرڪاري چاڙتن، پوليس ۽ غُنڊن جي مدد سان عام ماڻهن کي اندر اچڻ کان روڪي، گڏ ٿيل چند ماڻهن کان لارڊ ولنگڊن جي تعريف ۾ ٺهراءُ پاس ڪرايو. ان تي هال کان ٻاهر روڪيل هزارن جي تعداد ۾ گڏ ٿيل ماڻهن گورنر جي خلاف ننڌا جو ٺهراءُ، مسٽر جناح ۽ مسٽر هارنيمن جي اڳواڻيءَ هيٺ پاس ڪيو. اهو پهريون دفعو هو، جو حڪومت جي برخلافيءَ هوندي، عوام پنهنجي راءِ جو کليل اظهار ڪيو هو. ان واقعي کان متاثر ٿي، بمبئي شهر جي عام ماڻهن انهيءَ عوامي تحريڪ جي اڳواڻ، مسٽر جناح جي يادگار قائم ڪرڻ لاءِ چندو گڏ ڪري، هڪ هال ٺهرايو، جيڪو هال اڄ تائين **'محمد علي جناح هال'** جي نالي سان سڏجي ٿو.

1918ع ۾ به مکيه رپورٽون سرڪار طرفان پڌريون ڪيون ويون، جن مان هڪ رپورٽ رولٽ ڪاميٽيءَ جي هئي، جنهن جي مخالفت ۾ امپيريل ڪائونسل اندر جناح صاحب سخت تقرير ڪئي هئي. ٻي مانٽيگو چيلمسفورڊ آئيني سڌارن جي اسڪيم جي رپورٽ هئي، جا 8 جولاءِ 1918ع تي سرڪار پڌري ڪئي. ان تي سياسي ڪارڪن، ٽن راين ۾ ورهائجي ويا:

ٽرم ڏر جي ڪارڪنن ان کي ٿورين درستين بعد قبول ڪرڻ چاهيو ٿي. ٻيا ڪارڪن ان ۾ مکيه ترميمن بعد ئي قبولڻ لاءِ تيار هئا ۽ ٽيان ڪارڪن اهڙا به هئا، جي سموريءَ اسڪيم کي رد ڪرڻ جا حامي هئا.

جناح صاحب وچئين گروهه سان شامل ٿي، اهڙي قسم جو بيان ڏنو جنهن ۾ هن جتايو ته اها رپورٽ مسلم ليگ ۽ ڪانگريس جي لکنوءَ ۾ ٿيل عهدنامي جي بنياد تي تيار ڪيل هئي. ان ۾ مکيه سڌارن جون تجويزون پيش ٿي سگهيون ٿي ليڪن ان کي رد ڪرڻ، عهدنامي جي خلاف هو.

11 نومبر 1918ع تي يورپ جي پهرين مهاڀاري لڙائي پوري ٿي، جنهن ۾ اتحادين جي فتح ٿي. ان کان پوءِ دهليءَ ۾ ڊسمبر 1918ع ۾ ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جا اجلاس، هر هڪ پنڊت مدن موهن مالويه ۽ مولوي فضل الحق جي صدارت هيٺ ڪَٺا ٿيا. ان وقت تائين ڪانگريس تي انتها پسندن جو قبضو ٿي چڪو هو. جن رپورٽ ۾ ڏيکاريل سڌارن جي اسڪيم کي رد ڪيو. مسلم ليگ به لڳ ڀڳ اهڙو رويو اختيار ڪيو.

مهاتما گانڌيءَ ان بل خلاف هڙتال لاءِ، 6 اپريل 1919ع جو ڏينهن مقرر ڪيو. جنهن تي وڏن شهرن- بمبئي، دهلي، لاهور، امرتسر وغيره ۾ جلوس نڪتا؛ پوليس رڪاوٽ وجهڻ چاهي؛ فساد ٿيا. امرتسر ۾ ڊاڪٽر سيف الدين ڪچلوءَ مسٽر ستياپال قومي ڪارڪنن کي سرڪار گرفتار ڪري، ڪنهن نامعلوم جڳهه ڏانهن وٺي وئي. ماڻهن احتجاج طور جلوس ڪڍيا.

جناح، قائداعظم محمد علي

سرڪار بندش وڌي. ان تي احتجاج ڪرڻ لاءِ هڪ عام ماڻهن جو ميڙ جليانوالا باغ ۾ ڪٺو ٿيو، جنهن ۾ انگريز جنرل اوڊائر عام ماڻهن تي گوليون هلائي قتل عام ڪرايو.

ملڪ جون حالتون نازڪ ڏسي، جناح صاحب ۽ رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙي، جيڪي پاڻ ۾ دوست به هئا، برطانوي پارليامينٽ جي اجلاس ڪلڻ وقت انگلنڊ ويا.

انهيءَ وقت عوام ۾ هڪ طرف رولٽ ائڪٽ جي پاس ٿيڻ، جليانوالا باغ ۾ قتل عام ٿيڻ ۽ سڌارن جي اڻ پوري اسڪيم تي ناراضپو پيدا ٿي پيو. اهڙين حالتن هيٺ امرتسر ۾ ڊسمبر 1919ع جي آخر ۾ چئن جماعتن- آل انڊيا ڪانگريس، آل انڊيا مسلم ليگ، خلافت ڪانفرنس ۽ جميعت العلماءِ جا اجلاس ٿيا، جن ۾ ڪيترائي ٺهراءَ پاس ٿيا. جناح صاحب انهن ۾ شريڪ ٿيو يا نه، ان جو ڪو ثبوت نه ٿو ملي، البت ٻئي سال جي شروعات ۾ آل انڊيا


محمد علي جناح مختلف رهنمائن سان گڏ

خلافت ڪانفرنس جو اجلاس بمبئيءَ ۾، 20 فيبروري 1920ع تي رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙيءَ جي صدارت هيٺ ڪٺو ٿيو، جنهن ۾ جناح صاحب شرڪت ڪئي. ساڳئي سال جي سيپٽمبر مهيني ۾ هن ڪلڪتي جي آل انڊيا مسلم ليگ جي اجلاس جي صدارت ڪئي، جنهن ۾ جناح صاحب رولٽ ائڪٽ، پنجاب جي قتل عام ۽ خلافت جي سوال تي انگريزن تي سخت نڪته چيني ڪئي ۽ سندس هيٺين لفظن کي تاريخي شهرت حاصل ٿي:

"برٽش سرڪار اسان جي هڪ بي عزتيءَ مٿان ٻي بي عزتي، هڪ نا اميديءَ پٺيان ٻي نا اميدي، هڪ زخم مٿان ٻيو زخم ڪندي رهي ٿي. انهن ڳالهين روس ۾ بولشوزم آندو؛ آئرلنڊ ۾ سن فيزم آندو. اُهي هندستان ۾ آزادي آڻينديون."

پر ان وقت هن 'سرڪار سان عدم تعاون' واري مسئلي تي ڪنهن راءِ جو اظهار نه ڪيو. ڪانگريس به ٻن راين ۾ ورهائجي وئي هئي. تلڪ مهاراج، مانٽيگو چيلمسفورڊ سڌارن جي فائدي ۾ هو. گانڌي سرڪار سان عدم تعاون ڪرڻ جي فائدي ۾ هو. ڪلڪتي ۾ آل انڊيا ڪانگريس جو خاص اجلاس لالا لجپت راءِ جي صدارت هيٺ ڪٺو ٿيو ان ۾ ٻين ٺهرائن سان گڏ مهاتما گانڌيءَ جو سرڪار سان عدم تعاون وارو ٺهراءُ به پاس ٿي ويو.

آڪٽوبر 1920ع ۾ مسز اينيءَ بيسنٽ هوم رول ليگ تان استعيفا ڏني، ۽ گانڌيجيءَ کي ان جو صدر چونڊيو ويو. ان جو اجلاس بمبئيءَ ۾ ڪٺو ٿيو جنهن ۾ هندستان کي مڪمل سوراج ملڻ جو ٺهراءُ پيش ٿيو. جناح صاحب ان ۾ ٻه ترميمون پيش ڪيون، جن ۾ هڪ اها هئي ته سوراج جي معنيٰ 'جوابدار حڪومت' سمجهي وڃي. سندس ٻئي پيش ڪيل تجويزون پاس نه ٿيون. جنهن تي جناح صاحب اعتراض اٿاريو ته هوم رول ليگ ڪائونسل جي اجلاس کان سواءِ ان جو آئين بدلي نٿو سگهجي. ليڪن صدر صاحب رولنگ ڏئي، ان اعتراض کي رد ڪري ڇڏيو.

جناح صاحب ۽ ساڻس گڏ ٻيا 19 قومي ڪارڪن، سياست جي واڳ گرم ڌر وارن جي هٿ ۾ ايندي ڏسي، هوم رول ليگ تان استعيفا ڏئي ويا. مهاتما گانڌيءَ هُن کي خط لکي اپيل ڪئي ته هو جماعت ۾ واپس موٽي اچي، پر هن سندس نون طريقن، عدم تعاون ۽ ستياگرهه سان اختلاف ظاهر ڪندي، جدا رهڻ پسند ڪيو.

ڊسمبر 1920ع تي ناگپور ۾ آل انڊيا ڪانگريس ۽ آل انڊيا مسلم ليگ جا اجلاس، هر هڪ: وجيا راگهو آچاريه ۽ ڊاڪٽر مختيار احمد انصاريءَ جي صدارت هيٺ ڪٺا ٿيا. اتي سرڪار سان عدم تعاون ڪرڻ جو ٺهراءُ، ڪانگريس ۾ مهاتما گانڌيءَ پيش ڪيو. جنهن جي جناح صاحب مخالفت ڪندي چيو ته: "سياست کي مذهبي رنگ ڏيڻ جو عمل آخر ۾ فائدي بدران نقصان ڪندو." پر هن جو آواز ڪنهن به نه ٻڌو. ان ڪري، ان کان پوءِ هو عملي طرح وقتي سياست کان ٻاهر نڪري ويو.

ان کان پوءِ ملڪي سياست جي اڳواڻي مهاتما گانڌي، علي برادران، جميعت العلماءِ ۽ قوم پرست انتهاپسندن جي هٿ ۾ رهي. هزارين ماڻهو جيلن ۾ ويا. ان وقت مرڪزي سرڪار نرم خيال رکندڙ ڪارڪنن کي پنهنجي طرف ڪرڻ لاءِ عهدن وسيلي خريد ڪرڻ شروع ڪيو. ليڪن جناح صاحب انهيءَ چڪر ۾ اچڻ کان صاف انڪار ڪيو.

جڏهن هند سرڪار قومي ڪارڪنن تي حد کان وڌيڪ سختي ڪرڻ شروع ڪئي، ته جناح صاحب ۽ ٻين نرم ڌر جي قومي ڪارڪنن، جنوري 1922ع تي بمبئيءَ ۾ سر ڊيسويسرايا جي چيئرمينيءَ هيٺ هڪ آل پارٽيز ميٽنگ سڏائي، جنهن ۾ سرڪار جي انهن دٻاءَ وارن قدمن کي ننديو ويو. ۽ ڪانگريس کي مشورو ڏنو ويو ته بردوليءَ ۾ سول نافرماني ڪرڻ جي تجويز کي بند ڪن. ان ۾ هند سرڪار کي وڌيڪ مشورو ڏنل هو ته گول ميز ڪانفرنس سڏائي، خلافت، پنجاب ۾ ٿيل ظلمن ۽ سوراج جي مسئلن تي ملڪي ڪارڪنن سان سمجهوتي تي اچي. ليڪن ٻنهي ڌرين هنن ڏي توجهه نه ڏنو ۽ سول نافرماني تحريڪ بردوليءَ ۾ شروع ٿي. بهار پرڳڻي جي چوراچري نالي ڳوٺ ۾ ڪي تشدد جا واقعا رونما ٿيا. مهاتما گانڌيءَ، ان تي يڪدم تحريڪ کي مهمل ڪيو. ليڪن سرڪار بجاءِ ٿڌي ٿيڻ جي، ويتر گانڌيءَ کي گرفتار ڪري، سزا ڏيئي ڇڏي.

آهستي آهستي حالتون بدلجڻ لڳيون. هندو مسلم اتحاد ڪمزور ٿي پيو ۽ فرقيوارانه فساد ٿيڻ لڳا. انهيءَ سال 14 نومبر 1923ع تي جناح صاحب وري مرڪزي اسيمبليءَ تي بنا مقابلي چونڊجي ويو.

هاڻ ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جا اجلاس جدا جاين تي گڏ ٿيڻ شروع ٿيا. ان وقت تائين اُهي اڪثر ساڳئي شهر ۾، ڪم و پيش ساڳئي وقت سڏايا ويندا هئا. هِن ڀيري آل انڊيا ڪانگريس جو سالياني اجلاس، ڊسمبر 1923ع

۾ ڪوڪناڊا ۾ مولانا محمد علي جوهر جي صدارت هيٺ ڪُلو ٿيو. ٻئي طرف آل انڊيا مسلم ليگ جو اجلاس، ٻئي سال 25 مئي 1924ع تي لاهور ۾ جناح صاحب جي صدارت هيٺ ڪَنو ٿيو جنهن ۾ ڪيس اينڊڙ ٽن سالن تائين مسلم ليگ جو صدر چونڊيو ويو. جنهن ۾ هن سوراج حاصل ڪرڻ لاءِ هندو مسلم سمجهوتي تي زور ڏنو. مولانا محمد عليءَ پنهنجيءَ تقرير ۾ مسلم ليگ جماعت جي عوام جي نمائندگيءَ واري دعويٰ ۾ شڪ آندو. ان تان ٻنهي مسلمان ليڊرن ۾ اختلاف راءِ پيدا ٿي پيو. گانڌيجيءَ هندو مسلم مسئلي ۽ ٻين ملڪي سوالن تي غور ڪرڻ لاءِ آل پارٽيز ميٽنگون سڏايون، پر ڪو به خاطر خواه نتيجو ڪونه نڪتو.

جڏهن جناح صاحب ڏٺو ته خلافت تحريڪ ترڪن هٿان خلافت جي ختم ٿيڻ سبب پنهنجو اثر وڃائي ويٺي آهي. جميعت العلماءِ جو گهڻو توجه مذهبي ڳالهين طرف آهي، تنهنڪري مسلمانن جي پڙهيل ۽ مٿانهين طبقي جي رهنمائي صرف مسلم ليگ ذريعي ٿي سگهي ٿي، اُن ڪري ان کي منظم ڪرڻ طرف توجه ڏنائين.

1924ع ۾ ئي محمد علي جناح مرڪزي ليجسليٽو اسيمبليءَ اندر وڏي جدوجهد بعد قرارداد پاس ڪرائي ته هندستان کي خودمختياري ڏيڻ لاءِ برٽش حڪومت کي گول ميز ڪانفرنس سڏائڻ گهرجي.

نومبر 1926ع ۾ وري جناح صاحب بمبئيءَ جي مسلمانن پاران مرڪزي اسيمبليءَ تي بنا مخالفت جي چونڊجي ويو. اسيمبليءَ ۾ وڃڻ بعد هن 'آزاد پارٽي' قائم ڪئي. پنڊت موتي لعل نهرو 'سوراجسٽ پارٽيءَ' جو اڳواڻ هو ۽ ٻئي مخالفت ۾ ويٺا.

ٻئي سال، 20 مارچ 1927ع تي مسلمان سياستدانن جي جناح صاحب جي صدارت ۾ ميٽنگ گڏ ٿي، جنهن ۾ راجا صاحب آف محمود آباد، سر محمد شفيع، ڊاڪٽر انصاري، صاحبزاده سر عبدالقيوم خان ۽ ٻين شرڪت ڪئي. ان ميٽنگ ۾ جناح صاحب هندو مسلم سمجهوتي لاءِ تجويز بحال ڪرائي ته:

(1) سنڌ کي جدا صوبو ناهيو وڃي، (2) فرنٽيئر ۽ بلوچستان جي صوبن کي سڌارا ڏنا وڃن، (3) پنجاب ۽ بنگال ۾ آدمشماريءَ مطابق مسلمانن کي نمائندگي ڏني وڃي، (4) مرڪزي اسيمبليءَ ۾ مسلمانن کي ٽيون حصو نمائندگي ڏني وڃي، ۽ (5) مسلمان هندن کي مٿي ذڪر ڪيل صوبن ۾ اُهي رعايتون ڏيڻ لاءِ تيار ٿيندا، جي هندو مسلمانن کي هندو اڪثريت وارن صوبن ۾ ڏيڻ لاءِ تيار هوندا. انهن شرطن تي مسلمان گڏيل چوندون قبول ڪرڻ لاءِ تيار ٿيندا.

انهيءَ تجويز هندو مسلم سمجهوتي لاءِ دروازو کولي ڇڏيو ڪانگريس ورڪنگ ڪاميٽيءَ به ان تجويز کي قبول ڪيو هاڻ صرف آل انڊيا ڪانگريس ۽ آل انڊيا مسلم ليگ جي اجلاسن کي ان تي منظوري ڏيڻي هئي.

مئي 1927ع تي آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ پنهنجي بمبئيءَ جي اجلاس ۾ اها تجويز متفق راءِ سان منظور ڪئي، جنهن ۾ مسلمانن جا اهي مطالبا منظور ڪيا ويا. جيڪي محمد علي جناح جي صدارت هيٺ ڪيا ويا هئا. اُن تي ساري هندستان، خاص ڪري سنڌ، پنجاب ۽ بنگال جي هندن، ان جي خلاف هاءِ گهوڙا مچائي ڏني.

8 نومبر 1927ع تي برٽش سرڪار هندستان کي ڏنل سڌارن جي ڪارگذاريءَ جي جانچ ڪرڻ بعد، مستقبل جي سڌارن لاءِ تجويز ڏيڻ واسطي هڪ آئيني ڪميشن مقرر ڪئي، جنهن جو اعلان، لارڊ برڪن هيڊ، برطانيه جي وزير هند، ڪيو ان جو چيئرمئن سر جان سائيمن هئڻ ڪري، اُها 'سائيمن ڪميشن' سڏجڻ لڳي. جيئن ته اُن ڪميشن تي جملي ميمبر انگريز هئا، ان ڪري هندستان ۾ اُن جي خلاف سخت هلچل پيدا ٿي. ڪانگريس ان جي سخت مخالفت ڪئي. جناح صاحب به ان تي سخت ناراضپي جو اظهار ڪيو. ڪانگريس جي اجلاس، جيڪو مدراس ۾ ڊاڪٽر مختار احمد انصاريءَ جي صدارت ۾ ٿيو، ان جي بائيڪاٽ جو فيصلو ڪيو. جميعت العلماءِ پنهنجي پشاور جي اجلاس ۾ ان جي بائيڪاٽ جو ٺهراءَ پاس ڪيو. خلافت ڪانفرنس، ڪلڪتي به بائيڪاٽ جو ٺهراءُ پاس ڪيو. مسلم ليگ پنهنجي ڪلڪتي جي اجلاس ۾، مولوي محمد يعقوب جي صدارت هيٺ به ان جي بائيڪاٽ جو ٺهراءُ پاس ڪيو. سائيمن ڪميشن 3 فيبروري 1928ع تي بمبئيءَ پهتي، جنهن جو جملي مکيه پارٽين طرفان بائيڪاٽ ڪيو ويو. هندستان جي ڪن ليڊرن جو خيال هو ته سائمن ڪميشن جي مقابلي ۾ هندستاني پنهنجي ديسي ڪميشن ناهين، جيڪا هندستان جي آئين جو خاڪو تيار ڪري. ان مقصد کي آڏو رکندي، 11 فبروري 1928ع تي دهليءَ ۾ آل پارٽيز ڪانفرنس منعقد ٿي، جنهن جي صدارت ڊاڪٽر مختيار احمد انصاريءَ، پريزيڊنٽ ڪانگريس ڪئي، جنهن ۾ پنڊت موتيلعل نهرو، لالا لجپت راءِ، پنڊت مدن موهن مالويه، ايم. آر. جيڪر ۽ ٻين اڳواڻن شرڪت ڪئي. ان ۾ مهاتما گانڌيءَ شرڪت نه ڪئي.

اها حقيقت آهي ته 1928ع وارو سال محمد علي جناح صاحب لاءِ بدبختيءَ وارو سال هو. هو شخصي توڙي سياسي طور منتشر ۽ دلشڪسته هو. جناح صاحب جي سياسي سرگرمين سندس ازدواجي زندگيءَ تي به وڏو اثر وجهي ڇڏيو هو. صبح شام وڪالت ۽ سياست ۾ مصروف هئڻ ڪري سندس گهر واري ناراض رهڻ لڳي ۽ سندس گهرو لاڳاپن ۾ گرمجوشي گهٽجڻ لڳي هئي. انهن ننڍن ننڍن اختلافن جي شروعات ته اصل ۾ 1924ع ۾ ئي ٿي چڪي هئي، پر 1928ع تائين اهي وڏي وڻ ٿي ويا. ان حد تائين جو 1928ع ۾ رتن ٻائي جناح جو گهر ڇڏي، بمبئيءَ جي تاج محل هوٽل ۾ وڃي رهائش اختيار ڪئي هئي. هن ئي سال هوءَ يورپ رواني ٿي وئي، جناح صاحب کي هڪ پاسي هندستان جي سياست ۾ ڪو روشنيءَ جو ترورو ڏسڻ ۾ نه پئي آيو، ٻئي طرف سندس گهرو زندگي منتشر هئي؛ ان ڪري هو اپريل 1928ع ۾ پنهنجي دوست ديوان چمن لال سان گڏجي يورپ روانو ٿيو جڏهن ٻئي انگلنڊ پهتا ته جناح اتان آئرلنڊ هليو ويو ۽ چمن لال پئرس ويو ان دوران چمن لال کي معلوم ٿيو ته مسز جناح (رتن ٻائي) اسپتال داخل آهي ۽ شديد بيمار آهي. هن جناح صاحب کي به اطلاع ڪيو ۽ هُو به آئرلينڊ مان پئرس پهچي ويو. اسپتال ۾ اڍائي ڪلاڪ ساٿس گڏ رهيو. رتن ٻائيءَ جو علاج ٿيو ۽ هوءَ ٺيڪ ٿي وئي، ۽ جناح صاحب ۽ هوءَ گڏ رهڻ لڳا، پر جلد ئي وري اختلافن ٿيڻ سبب هوءَ بمبئيءَ هلي وئي.

پوئتان هندستان ۾ حالتن ڦيرو کاڌو. لارڊ برڪن هيڊ، سيڪريٽري آف اسٽيٽ هو ان هندستانين کي سائمن ڪميشن جي مقرريءَ تي شور ڪرڻ تي چئلينج ڏنو ته کو گڏيل آئيني مسودو پيش ڪن. ان تي بمبئيءَ ۾ 18 مئي 1928ع تي هڪ آل پارٽيز ڪانفرنس گڏ ٿي، ان ڪانفرنس ۾ مسلم ليگ کي شرڪت جي دعوت نه هئي، ۽ جناح صاحب به ملڪ کان ٻاهر انگلنڊ هو. ڪانفرنس ۾ ملڪ جي آئين تيار ڪرڻ لاءِ هڪ ڪميٽي، پنڊت موتي لعل نهروءَ جي چيئرمئنيءَ هيٺ مقرر ٿي. پنڊت موتيلعل، جناح صاحب کي دعوت ڏني ته هو مسودي ناهڻ ۾ شريڪ ٿئي، پر هن انڪار ڪيو. ڪميٽيءَ جي رپورٽ 28 آگسٽ 1928ع ۾ تيار ٿي، ظاهر ٿي. جناح صاحب ان وقت پئرس ۾ هو. اها رپورٽ 'يونٽي (اتحاد) ڪانفرنس' اڳيان لکنوءَ ۾ پيش ٿي.



قائداعظم ۽ جواهر لعل نهرو

27 ڊسمبر 1928ع ۾ راجا صاحب آف محمودآباد ۽ محمد علي جناح جي اڳواڻيءَ هيٺ 23 ماڻهن جي هڪ ڪميٽي ناهي وئي ته اها انڊين نيشنل ڪانگريس جي ڪنوينشن ۾ شرڪت ڪري ۽ نهرو رپورٽ ۾ درستيون تجويز ڪري. جناح صاحب کي ترميمون پيش ڪيون. جن ۾ مکيه ترميمون هيون: (1) مرڪز ۾ ٽيون حصو ميمبرن جو مسلمانن کي ملڻ، (2) ريزيڊيوئري (بچتو) اختيار صوبن کي ڏيڻ، ۽ (3) جدا چونڊن جو اصول قائم رهڻ.

28 ڊسمبر 1928ع تي نيشنل ڪانگريس جي ڪنوينشن جو اهم اجلاس ڪلڪتي ۾ ٿيو جنهن ۾ مسلم ليگ جو ترجمان محمد علي جناح هو. اُتي هن مٿيون ترميمون پيش ڪيون، جن کي قبول نه ڪيو. جنهن تي جناح صاحب افسوس جو اظهار ڪيو ۽ ٻئي ڏينهن ڪلڪتو ڇڏي، بمبئيءَ موٽيو.

انهن ڏينهن ۾ جناح صاحب جي گهر واري رتن ٻائي (مريم) وري بيمار ٿي چڪي هئي، ڪيس مُدي جو بخار (Typhoid) ٿي پيو. سندس بمبئيءَ ۾ علاج هلندڙ هو پر هوءَ شفاياب نه ٿي سگهي ۽ 22 فبروري 1929ع تي وفات ڪيائين. اختلافن جي باوجود جناح صاحب جو ساڻس ڏاڍو پيار هو جنهن وقت سندس پياري زال کي قبر ۾ لاٿو پئي ويو ته جناح صاحب، ڪنڌ هيٺ ڪري زاروزار ٻارن وانگر روئندو رهيو. هن اُداسيءَ واري عالم ۾، جناح صاحب جي ڀيڻ فاطمه جناح ساڻس گڏ اچي رهي ۽ سماجي ۽ سياسي مسئلن ۾ مشوره ڪار رهي.

1929ع جي مارچ ۾ دهليءَ ۾ جناح صاحب جي صدارت هيٺ مسلم ليگ جو خاص اجلاس ڪَٺو ٿيو هاڻي مسلم ليگ ٻن گروهن ۾ ورهائجي وئي هئي. هڪ ترقي پسند ۽ آزاد خيال ڪارڪنن جي ليگ جناح صاحب جي اڳواڻيءَ واري هئي، ٻي سرڪارپرست ۽ فرقيوار ذهنيت جي ليگ سر محمد شفيع جي اڳواڻيءَ ۾ ٿهي. ٻهرينءَ جو جنرل سيڪريٽري ڊاڪٽر سيف الدين ڪچلو ٿيو ۽ ٻيءَ جو جنرل سيڪريٽري علامه شيخ محمد اقبال ٿيو. ٻهريون گروهه سائيمن ڪميشن جي بائيڪاٽ جي فائدي ۾ هو ٻيو ان سان تعاون جي فائدي ۾ ٽيو ٽيون گروهه مسلمانن جو سر آغا خان جي صدارت هيٺ ڌار ٿهيو جو 'مسلم ڪانفرنس' جي نالي سان سڏجڻ لڳو. چوٿون گروهه مولانا ابوالڪلام آزاد جي اڳواڻيءَ ۾ نهرو رپورٽ جي فائدي ۾ ٿهيو جناح صاحب اجلاس اڻ ڄاتل مُدي تائين ملتوي ڪري ڇڏيو.

مسلمان ڌرين جي راءِ کي خيال ۾ رکندي، جناح صاحب 14 نڪتن جو مسودو مسلمانن طرفان پيش ڪيو جنهن ۾ سنڌ جي بمبئيءَ کان آزاديءَ جو سوال اهميت سان شامل هو.

1930ع ۾ سرڪار طرفان لنڊن ۾ گول ميز ڪانفرنس سڏائي وئي. ان ۾ مسلم گروهه جو ليڊر جيتوڻيڪ سر آغا خان هو پر مکيه ڪردار جناح صاحب ادا ڪيو. ڪانگريس ان ۾ حصو نه ورتو.

فيبروري 1930ع ۾ آل انڊيا مسلم ليگ جو اجلاس الهه آباد ۾ ڊاڪٽر شيخ محمد اقبال جي صدارت هيٺ ڪَٺو ٿيو جنهن ۾ هن هندو ۽ مسلمانن کي جدا قومون قرار ڏيندي، جدا ايراضين جي حڪومتن جو خيال پيش ڪيو.

جناح صاحب ان عرصي ۾، زال جي وفات جي صدمي، گانڌيءَ ۽ ڪانگريس جي رويي کان مايوس ٿي، پوءِ گهڻو وقت انگلنڊ ۾ ويجي رهيو. ۽ پنهنجي وڪالت جي ڪم ۾ رڌل رهيو.

ٻي گول ميز ڪانفرنس سيپٽمبر 1931ع ۾ ڪَٺي ٿي، جنهن ۾ مهاتما گانڌي ڪانگريس طرفان عيوضي ٿي ويو پر هندو مسلم سمجهوتو ٿي نه سگهيو جنهنڪري مسٽر مئڪڊونالڊ وزيراعظم انگلنڊ کي فرقيوار فيصلو ڏيڻو پيو ان دوران چوڌري رحمت اعلي جناح سان ملاقات ڪري ڪيس چيو ته هو هندو اڳواڻن جون ڳالهيون نه ٿو مڃي ۽ مسلمانن کي ڌار ملڪ گهرجي.

ان کان پوءِ ڪجهه عرصي لاءِ جناح صاحب نا اميديءَ واري صورتحال ۾ گهروٺي، انگلنڊ رهي پيو ۽ وڪالت ڪرڻ لڳو 1933ع ۾ علامه اقبال، جناح صاحب کي لکيو ته هند جي مسلمانن کي سندس ضرورت آهي. اپريل 1934ع ۾ موٽي هندستان آيو ۽ مائونٽ پليزينٽ روڊ بمبئيءَ واري رهائش ۾ اچي رهيو پر وري سگهوئي موٽي انگلنڊ ويو.

آڪٽوبر 1934ع ۾ بمبئيءَ جي مسلمانن ڪيس پرڀت مرڪزي اسيمبليءَ تي ميمبر چونڊي ڇڏيو ان تي هي جنوري 1935ع تي موٽي هندستان آيو ۽

نئين اسيمبليءَ جي اجلاس ۾ شرڪت ڪرڻ بعد موٽي انگلنڊ ويو ۽ آڪٽوبر 1935ع تائين اتي رهيو.

1935ع ۾ نون سڌارن جو ائڪٽ پاس ٿيو جنهن موجب اپريل 1936ع ۾ سنڌ بمبئيءَ پرڳڻي کان آزاد ٿي.

1937ع جي شروعات ۾ نون سڌارن موجب صوبن ۾ اسيمبليءَ جون چونڊون ٿيڻ واريون هيون. ڪانگريس اڳ ۾ تياري ڪري چڪي هئي. 1936ع جي شروعات ۾ جناح صاحب بمبئيءَ ۾ سر وزير حسين جي صدارت هيٺ مسلم ليگ جو اجلاس سڏايو جنهن ۾ سندس چيئرمئنيءَ هيٺ مرڪزي اليڪشن بورڊ ٺهڻ جي رٿ بحال ٿي، جنهن تي ميمبرن جي نامزدگي ڪرڻ جو ڪيس اختيار ڏنو ويو. چونڊن ۾ مسلم اقليت وارن صوبن ۾ مسلم ليگ جا ميمبر چڱي تعداد ۾ چونڊجي آيا، ليڪن مسلم اڪثريت وارن صوبن ۾ مسلم ليگ ڪامياب نه ٿي. ڪانگريس کي چونڊن ۾ چڱي ڪاميابي حاصل ٿي. يو. پيءَ ۽ ٻين صوبن ۾ مسلم ليگ طرفان ڪانگريس سان گڏيل وزارتن ۾ شامل ٿيڻ جي آڇ کي ڪانگريس جمهوريت جي نالي ۾ رد ڪري ڇڏيو. پڙهيل طبقي محسوس ڪيو ته ڪانگريسي هندو، مسلم اقليت جي اڪثريت وارن نمائندن سان ڪو به سمجهوتو ڪرڻ لاءِ تيار نه آهن. ڪانگريسي هندن جي اهڙيءَ روش کان تنگ ٿي، مسلمانن جي مٿيئن طبقي جناح صاحب کي موزون ليڊر سمجهي، سندس اڳواڻيءَ هيٺ مسلم ليگ کي منظم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. جناح صاحب ان موقعي کي غنيمت ڄاڻي، اهو ڪم هٿ ۾ ڪنيو.

ڪانگريس صوبن ۾ سماجي سڌارن ۽ تعليم جي نالي ۾ وزارتن کي اهڙا ڪم ڪيا (جهڙوڪ: گئوڪوس تي بندش، وديا مندر تعليم اسڪيم، بندي ماترم راڳ وغيره)، جن انهن صوبن جي مسلم ليگي ڪارڪنن کي پڙڪايو ۽ هنن مسلم ليگ جي جهنڊي هيٺ مسلمانن کي گڏ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ڪين جناح صاحب جهڙو ٻي لوث ۽ مدبر اڳواڻ اڳئي ملي چڪو هو.

آڪٽوبر 1938ع ۾ ڪراچيءَ ۾ وڏي پيماني تي مسلم ليگ ڪانفرنس ڪوٺائي وئي. هن ڪانفرنس جا متحرڪ اڳواڻ سائين جي. ايم. سيد، سر عبدالله هارون، شيخ عبدالمجيد سنڌي، محمد ايوب کهڙو پير علي محمد راشدي، ميران محمد شاهه ۽ محمد هاشم گزدر هئا. هن ڪانفرنس ۾ شيخ عبدالجميد سنڌيءَ، مسلمانن لاءِ ڌار ملڪ (آزاد رياستن جي صورت ۾) جي گهر جو ٺهراءُ پاس ڪرايو هن ڪانفرنس کان پوءِ مسلمانن جو آواز ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پکڙي ويو.

ٻي مهاڀاري لڙائي 1939ع ۾ شروع ٿي. انگريزن هندستانين جي مشوري کان سواءِ هندستان کي لڙائيءَ ۾ شامل ڪري ڇڏيو انگريز حڪومت جڏهن ڪانگريس جي همدردي حاصل ڪرڻ گهري، ته ڪانگريس 'خود حڪومت' (Self Government) جي گهر ڪئي ۽ سخت رويو اختيار ڪيو جناح صاحب به اُنهن حالتن مان پورو فائدو ورتو. گهريو ڪانگريسين مسلم ليگ سان هندو- مسلم سمجهوتي لاءِ هٿ وڌايو پر وقت گذري چڪو هو مسلم ليگ ٻن قومن جي نظريي تي ملڪ جي ورهاڱي جو شرط وڌو. پهرين ڪانگريس هر ڳالهه ۾ مخالفت ڪئي، ليڪن جڏهن انگريزن طرفان مسلم ليگ جا شرط آهستي آهستي قبول ٿيڻ لڳا، ته هي به ڍرا ٿيندا ويا. نتيجو اهو نڪتو ته جنگ پوري ٿيڻ بعد ڪانگريس ۽ مسلم ليگ کي ملڪ جي ورهاڱي کي قبول ڪرڻو پيو. مسلم ليگ جي 22، 23، 24 مارچ 1940ع واري لاهور اجلاس ۾ پاڪستان جو ٺهراءُ (قرارداد پاڪستان) منظور ڪيو ويو، جنهن جو مقصد مسلمانن جي لاءِ ڌار ملڪ جو قيام هو جنهن ۾ شامل اِڪائين (Units) کي آزاد ۽ خودمختيار رياستن (Sovereign Independent States) قرار ڏيڻ جو وعدو ڪيو ويو هيءَ قرارداد بنگال جي اڳواڻ فضل الحق پيش ڪئي هئي. حقيقت ۾ هن قرارداد پاڪستان جو بنياد، سنڌ مسلم ليگ جي 1938ع واري ڪراچي ڪانفرنس ۾ پاس ڪيل ٺهراءُ هو.

ان کان پوءِ، برصغير جي سمورن مسلم اڪثريتي پرڳڻن مان واحد اسيمبلي، سنڌ اسيمبلي هئي. جنهن سڀ کان اڳ 1 اپريل 1943ع ۾ ان قرارداد جي حمايت ۾ ٺهراءُ پاس ڪيو ۽ اهو ٺهراءُ سائين جي. ايم. سيد پاس ڪرايو.

1944ع ۾ جناح صاحب جي بمبئيءَ واري رهائشگاهه تي خاڪسار تحريڪ جي هڪ دهشتگرد مٿس قاتلاڻو حملو ڪيو. جنهن ۾ جناح صاحب بچي ويو. جون 1945ع ۾ محمد علي جناح شملي ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪئي، پر اها ڪامياب نه ٿي سگهي.

1946ع جي عام چونڊن ۾ سنڌ مسلم ليگ جي 'صوبائي پارليماني بورڊ' جي فيصلن ۾ آل انڊيا مسلم ليگ مداخلت ڪئي، جنهن جي جي ايم سيد، مسلم ليگ جي صوبائي صدر جي حيثيت ۾ مخالفت ڪئي ۽ مرڪز جي مداخلت کي صوبن جي اختيارن سان هٿ چراند تان جناح صاحب ۽ جي. ايم. سيد جي وچ ۾ اختلاف ٿيا. بهرحال مسلم ليگي ميمبر مرڪزي ليجسليٽو اسيمبليءَ ۾ 100 سيڪڙو ڪامياب ٿيا. 12 مئي 1946ع تي قائداعظم تجويز پيش ڪئي ته پاڪستان جي حدن ۾ ايندڙ صوبن جو گروپ ۽ هندستان جي حدن ۾ ايندڙ صوبن جو گروپ الڳ الڳ تشڪيل ڏنا وڃن ۽ سندن دفاعي حدون به مقرر ڪيون وڃن. آڪٽوبر 1946ع ۾ مسلم ليگ، عبوري حڪومت ۾ شامل ٿيڻ جو فيصلو ڪيو.

7 آگسٽ 1947ع تي جناح صاحب دهليءَ کان ڪراچيءَ پهتو.

برصغير کي 14 آگسٽ 1947ع جي رات ٻن ڀاڱن ۾ ورهايو ويو. اهڙو اعلان لارڊ مائونٽ بيٽن آل انڊيا ريڊيو تان ڪيو. ائين ٻه آزاد ۽ خودمختيار ملڪ پاڪستان ۽ ڀارت وجود ۾ آيا. پاڪستان جو پهريون گورنر جنرل جناح صاحب ٿيو ۽ ڀارت جو پهريون گورنر جنرل لارڊ مائونٽ بيٽن ٿيو جناح صاحب سان سندس ڀيڻ فاطمه جناح جو وڏو ساٿ رهيو. هوءَ پاڪستان جي پهرين خاتون اول سڏي وئي.

پاڪستان 14 آگسٽ 1947ع تي وجود ۾ آيو

قائداعظم، پاڪستان کي هڪ سيڪيولر، ترقي پسند ۽ مذهبي اختلافن کان پري ملڪ ڏسڻ جو حامي هو ان ڏس ۾ پاڪستان قائم ٿيڻ کان پوءِ، اُن جي پهرين آئين ساز اسيمبليءَ آڏو، 11 سيپٽمبر 1947ع تي سندس ڪيل تقرير ان جو ڪليل ثبوت آهي:

"آءٌ سمجهان ٿو ته هينئر گذشته وقت کي درگذر ڪري، اوهان کي هر هڪ ملڪي باشندي کي، پوءِ اهو ڪهڙي به فرقي جو هجي.... يا ڪهڙي به

رنگ، جاتيءَ ۽ متن جو هجي، ساڳئي ملڪ جو شهري. هڪ ٻئي جهڙن حقن ۽ جوابدارين سان شمار ڪرڻ گهرجي... اسان کي اهڙي جذبي سان ڪم ڪرڻ گهرجي، جو هي سڀ تفاوت، اقليت واري فرقي ۽ اڪثريت واري فرقي، هندو فرقي ۽ مسلمان فرقي جا... سڀ گم ٿي وڃن... مون کان جيڪڏهن پڇو ته سچ پچ ته اها ڳالهه



هندستان جي آزاديءَ جي راهه ۾ وڏي رڪاوٽ هئي... اوهان هن پاڪستان جي حڪومت ۾ آزاد آهيو ته پنهنجي مندرن ۽ مسجدن ۾ وڃو اوهان جي مذهب يا فرقي يا متن کي ملڪ جي ڪاروبار سان ڪو به واسطو نه آهي."

1948ع جي ابتدا ۾ جناح صاحب سخت بيمار ٿي پيو. 15 اپريل 1948ع تي هن جي طبيعت (سلهه سبب) وڌيڪ بگڙي وئي، ان ڪري هن کي ڪوئيٽا کان پري زيارت ۾ آرام لاءِ آندو ويو. پر هن ڊاڪٽرن جي منع جي باوجود پنهنجو ڪم ڪار جاري رکيو. سندس ڀيڻ فاطمه جناح آخري وقت ۾ سندس نه رڳو تيمانداري ڪئي، پر سندس سياسي سرگرمين ۾ به شامل رهي.

11 سيپٽمبر 1948ع تي ڪراچي ايندي سندس حالت خراب ٿي وئي ۽ رات جو 10:20 وڳي وفات ڪيائين.



قائداعظم جو مقبرو

قائداعظم جي تربت

جناح صاحب پاڪستان جي قيام کان پوءِ هڪ سال ۽ 27 ڏينهن حيات هو. سندس عاليشان مزار ۽ مقبرو ڪراچيءَ ۾ جڙيل آهي.

**جنازي نماز**: مسلمان مرد، عورت يا ٻار جي مرڻ بعد ميت کي غسل ڏياري پاڪ صاف ڪري، متن، مائٽن کي مردي جو آخري ديدار ڪرائي، دفن ڪرڻ لاءِ کڻبو آهي ته دفن ڪرڻ کان اڳ ان جي جنازي نماز ٿيندي آهي. ڪنهن مناسب هنڌ تي جنازي جي کٽ يا ڏولي رکبي آهي، سمورا ڪانڌي وضو ڪري اڪي انگ ۾ صفون ٻڌندا. (يعني هڪ يا ٽي يا پنج) پوءِ مُلان جنازي جي اپرندي طرف لاش جي ويجهو بيهي. ميت جي عزيزن مائٽن، ڀائرن يا پيءُ کان نماز پڙهائڻ جي اجازت گهرندو آهي. جنازي نماز جي اجازت ملڻ کان پوءِ نيت ڪندو آهي ته: "نيت ڪيم جنازي نماز جي، ساڻ پنجن تڪبيرن فرض ڪفاير، منهن طرف ڪعبة الله جي ثواب ڪارڻ هن ميت!" (جماعتي "پٺيءَ هن امام جي")، پوءِ الله اڪبر چئي هٿ ٻڌي مولوي نماز شروع ڪندو، دعائون پڙهندو ۽ وچ ۾ چار تڪبيرون هڻندو، جماعتي به پوئتان هٿ ٻڌي بيهندا ۽ نماز ادا ڪندا. هن نماز ۾ سجدو نه ٿيندو آهي ۽ نماز جي پڇاڙيءَ تي بيٺي ئي سلام ڦيربو آهي.

**جنب گذاريم جن سين (ڪتاب)**: هيءُ ڪتاب جديد قومپرستي جي باني مفڪر ۽ اديب سائين جي. ايم. سيد جو تحرير ٿيل آهي. هن ڪتاب ۾ سائين جي. ايم. سيد پنهنجي دور جي سياسي، سماجي اڳواڻن، ورڪرن ۽ سماج سڌارڪن کان سواءِ، پنهنجن واقفڪارن رفيقن جي زندگيءَ جو تفصيلي احوال لکيو آهي. جنهن ۾ نه رڳو انهن شخصيتن جي زندگيءَ جو احوال آهي پر گڏوگڏ سنڌ جي سياسي، سماجي، علمي ۽ ادبي تاريخ جو ڀرپور ۽ غير جانبدار تجزيو ڏنل آهي. هيءُ ڪتاب اهم شخصيتن بابت بهترين حوالاجاتي ڪتاب آهي. ڪتاب جو پيش لفظ مصنف خود لکيو آهي. جنهن ڄاڻايو آهي ته هو هن ڪتاب ۾ ڪن دوستن ۽ بزرگ هستين جي زندگيءَ کي مواد جي ميسر نه ٿيڻ ڪري درج ڪري نه سگهيو. جن ۾: پير صاحب پاڳاري جو خاندان، پير صاحب جهنڊي وارن جي زندگيءَ جو احوال، ميان نور محمد صاحب ۽ قاضي خدا بخش مورائي وغيره. هن ڪتاب ۾ 176 شخصيتن جو ذڪر آهي، جن ۾: استاد ماستر جان محمد، ماستر ريوا چند، نهال چند، وسڻ مل ٻالچند، قاضي محمد هاشم، ماستر حامد علي، درويش فقير حاجي احمد، مخدوم بصر الدين قاضي، مولوي غلام احمد، پير ميان محمد، حضرت خواجه محمد حسن، ٺانور داس ليلارام واسواڻي (ٽي. ايل. واسواڻي)، صوفي قبول محمد، ڀڳت ڪنور رام، پروفيسر هاسارام ڪانسواءِ قومي ڪارڪنن ۾ رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙي، شيخ عبدالمجيد سنڌي، حاجي اسدالله شاهه، شيخ عبدالعزيز، مولوي فتح محمد سيوهاڻي، مسٽر حاتم علي، مسٽر غلام حسين چاڳلا، ميان عبدالڪريم گدائي ۽ ٻيا شامل آهن. مدبرن ۽ سياستدانن ۾ مسٽر هوشنگ نادر شاهه ايدلجي ڊنشا، راءِ بهادر شيوارام، سيد ميران محمد شاهه، قاضي عبدالرحمان، سر غلام حسين هدايت الله، سر شاهنواز خان ڀٽو، پير الاهي بخش، مخدوم حيدر،



خانبهادر محمد هاشم، مير نبي بخش خان وغيره شامل آهن. اديبن ۽ عالمن ۾ مرزا قليچ بيگ، علامه آءِ آءِ قاضي، ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي، ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽو، پيرومل مهرچند آڏواڻي، محمد هاشم مخلص، لعل چند امر ڏنو مل، شيخ مبارڪ اياز ۽ ٻيا، جڏهن ته زميندارن ۽ خاندانن ۾ رئيس فقير بخش خان، رئيس يار محمد خان، سيد مقبول شاه، سيد اسدالله شاه، پير الهيار شاه، وڏيرو الهڏنو خان، سيٺ محمد جعفر، مير غلام محمد، ملڪ ميان فريد خان ۽ ٻيا شامل آهن. ان کان علاوه ڪجهه ٻين بزرگن، رفيقن ۽ واقفڪارن، نامور آفيسرن سميت ۽ ڪجهه سماجي ڪارڪن عورتن جو به ذڪر آهي، جن ۾ بيگم مري، بيگم نصرت وغيره شامل آهن. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو سنڌي ادبي بورڊ سال 1967ع ۾ شايع ڪرايو. ٻيو ڇاپو 1999ع ۾، ٽيون ڇاپو 2005ع ۾، سنڌي ادبي بورڊ کان سواءِ ٻين ادارن به هي ڪتاب شايع ڪرايو آهي، جهڙوڪ: روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو 2004ع ۾ ٻئي جلد گڏ ڪري، 740 صفحن تي مشتمل ڇپايا آهن. جي. ايم. سيد اڪيڊميءَ سن به هي ڪتاب 2004ع ۾ ٻئي جلد گڏي شايع ڪرايو آهي، جيڪو 740 صفحن تي مشتمل آهي، ان ڪتاب جي قيمت 280 روپيا رکي وئي آهي.

**جنت:** جنت لفظ جي معنيٰ آهي 'باغ'. جنت اهڙي باغ کي چيو ويو آهي جنهن جي زمين گهاٽن وڻن جي ڪري نظر نه اچي. هن جاءِ جو تصور اسلام ۾ مرڻ کان پوءِ واري زندگيءَ سان آهي، جنهن موجب نيڪ انسانن لاءِ رهڻ واري جاءِ 'جنت' آهي. اسلام جي پنجين رڪن ۾ هڪ اهو به آهي ته قيامت جي ڏينهن حساب ڪتاب بعد انسان کي ان جي ڪيل سٺن عملن جي ڪري جنت ۽ بدعملن جي ڪري جهنم پيڙو ڪيو ويندو.

**اسلام ۾ جنت جو عقيدو:** اسلام ۾ جنت جو عقيدو ڪنهن حد تائين ٻين مذهبن کان مختلف آهي. بنيادي طور تي جنت هڪ اهڙي جاءِ تصور ڪئي وڃي ٿي، جتي رهندڙ نيڪ انسانن جون سڀ خواهشون پوريون ٿي وڃن ٿيون ۽ اتان جي زندگي دائمي آهي ۽ ماڻهو هر پريشاني ۽ مشڪلات کان پري رهندو. قرآن مجيد ۾ سورة الڪهف جي آيت نمبر 31 ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته: "بيشڪ الله داخل ڪندو (جنت ۾) انهن کي، جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيا. اهي منجهس سدائين رهڻ وارا آهن. انهن لاءِ دائمي باغ آهن، جن جي هيٺان نهرون وهن ٿيون؛ انهن کي ٻهرايا ويندا. سون جا ڪنگڻ ۽ موتي؛ ۽ انهن جي پوشاڪ ريشم آهي."

جنت عام طور تي بلند ترين آسمان کان مٿي ۽ عرش الاهي کان هيٺ ٻڌائي وڃي ٿي. جنت جا مختلف طبقا آهن ۽ هر طبقو مختلف حصن ۾ ورهايل آهي، جنت جو سڀ کان مٿانهون طبقو جيڪو آسمان کان به مٿي آهي.

بعض اصحابين ۽ راوين جنت جا ست طبقا ٻڌايا آهن: (1) جنت الفردوس، (2) جنت عدن، (3) جنت النعيم، (4) دارالخلد، (5) جنت الماويٰ، (6) دارالسلام، ۽ (7) عليين. ڪن راوين وري جنت جا اٺ درجا بيان ڪيا آهن: (1) جنت عدن، (2) جنت الماويٰ، (3) جنت الفردوس، (4) جنت النعيم، (5) دارالقران، (6) دارالخلد، (7) دارالسلام، ۽ (8) دارالجلال.

انهن مختلف طبقن تائين پهچڻ جا اٺ وڏا دروازا آهن. هڪ حديث مبارڪ ۾ بيان ڪيل آهي ته انهن دروازن کي کولڻ لاءِ هڪ چابي آهي، جنهن کي ٽي ڏندا آهن ۽ جيڪي هي آهن:

(1) توحيد جو اقرار (2) الله تعاليٰ جي اطاعت (3) ۽ غير شرعي ڪمن کان پاسو ڪرڻ.

قرآن پاڪ ۽ حديثن ۾ به جنت جو ذڪر ڪثرت سان آيو آهي. قيامت جي ڏينهن عملن جو حساب ٿيڻ بعد نيڪ ۽ پرهيزگار بندن کي جنت عطا ٿيڻ جو بيان آهي. سڀ کان پهرين امت جو سردار آخري نبي محمد صلي الله عليه وسلم جنت ۾ داخل ٿيندو.

قرآن پاڪ جي مختلف آيتن ۾ جنت بابت جيڪو بيان آهي، تن ۾ ان ابدي زندگيءَ جي سمورين آسائشن جو ذڪر آهي. جنت ۾ کير ۽ ماکيءَ جي ندين، خوبصورت موتين جهڙين حورن، گلن، وڻن، ميون ۽ پاڪ شراب ۽ نه ختم ٿيندڙ جوانيءَ، ريشمي لباس ۽ ٻين آرائشن جو ذڪر جنت جي بيان ۾ ٿيل آهي.

**هندومت ۾ جنت جو عقيدو:** هندومت ۾ سرڳ (جنت) جو عقيدو پڻ ٻين مذهبن کان مختلف آهي. 'ڀڳوت پراڻ' ۾ لکيل آهي ته: 'هن ڌرتيءَ کان مٿي جنت جا 6 تهه آهن ۽ ڌرتيءَ جي هيٺان 7 تهه آهن. وري ڌرتيءَ جي ستن تهن جي هيٺان دوزخ جا 28 تهه آهن، جن جي هيٺان ٽهڪندڙ پاڻيءَ جو سمنڊ آهي، جنهن ۾ گنهگارن کي وڌو ويندو ۽ پاڪ ڪري ڪڍيو ويندو. هندو عقيدي مطابق جنهن ماڻهوءَ جا عمل سٺا آهن ته ان جي روح کي سرڳ (جنت) ۾، ۽ جنهن جا عمل بد آهن ته ان جي روح کي نرڳ (جهنم) ۾ موڪليو ويندو ۽ پوءِ سزا ۽ جزا کان پوءِ مقرر ڪيل وقت تي وري روحن کي ڌرتيءَ تي ڪنهن ماڻهوءَ يا جانور جي صورت ۾ واپس موڪليو ويندو ته جيئن هو پنهنجي عملن جو ڦل حاصل ڪري سگهن.

**عيسائين جي مذهب ۾ جنت جو تصور:** عيسائي مذهب جي عقيدي مطابق جنت دائمي زندگيءَ واري جاءِ آهي. هنن جو يقين آهي ته قيامت جي ڏينهن هر ماڻهوءَ جي عملن جي ليکي کان پوءِ جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ جا ڏوهه وڌي ويندا ته ان کي جهنم جي سزا ڏئي پاڪ ڪيو ويندو ۽ پوءِ جنت ۾ داخل ڪيو ويندو. مطلب ته هر عيبدار سزا کان پوءِ ۽ بي عيب ٻئي جنت جو مزو ضرور حاصل ڪندا.

**جنت البقيع:** جنت البقيع، مديني منوره جي مقدس مقامن ۾ شامل آهي، هي مقام مسجدِ نبويءَ کان اوڀرندي طرف واقع آهي. مديني جي هن مقام سان ڪيترائي واقعا ۽ يادون وابسته آهن، اها جاءِ آهي. جنهن کي پهرين 'بقيع الغرقد' چيو ويندو هو. غرقد هڪ قسم جو وڻ هو. جيڪو پهرين جنت البقيع جي آس پاس ٿيندو هو ۽ هن جاءِ تي مقام ٺهڻ سان آهستي آهستي اهي وڻ ختم ٿيندا ويا. اسلام کان پهرين جنت البقيع يثرب (مديني) وارن جو قبرستان هو. اسلام کانپوءِ مديني جي اهم ۽ مقدس مقامن ۾ شمار ٿيڻ لڳو پهرين هيءَ جاءِ مديني جي حدن کان ٻاهر هئي، پر هاڻي مديني شهر جي وچ ۾ اچي وئي آهي. جنت البقيع وڃڻ لاءِ چار رستا شاهراهه ستين، شاهراهه عبدالعزيز، شاهراهه ابي ذر ۽ شاهراهه باب العوالي آهن. رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جي زماني ۾ پڻ هيءَ جاءِ زيارتگاهه

هئي. جنت البقيع ۾ مدفون پاڪ ۽ بابرڪت هستين ۾ حضرت فاطمة الزهرا سلام الله عليہ، حضرت فاطمہ بنت اسد سلام الله عليها (حضرت علي عليہ السلام جي والده)، حضرت امام حسن عليہ السلام، حضرت امام زين العابدين عليہ السلام، حضرت امام باقر عليہ السلام، حضرت امام جعفر صادق عليہ السلام، حضرت ام البنين فاطمہ ڪلابيہ سلام الله عليها (حضرت غازي عباس عليہ السلام جي والده)، حضرت عباس ابنِ عبدالمطلب عليہ السلام، بيبي صفيہ ۽ بيبي عاتڪہ (حضور صلعم جن جون پڦيون)، حضرت ام ارباب زوجہ حضرت امام حسين عليہ السلام،



جنت البقيع

حضرت عبدالله بن عبدالمطلب عليہ السلام (حضور صلعم جن جو والد)، حضرت عقيل بن ابي طالب عليہ السلام، حضرت عبدالله بن جعفر طيار، حضرت ابراهيم بن محمد رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم، حضرت امام مالڪ رحمة الله عليہ، امام نافع رحمة الله عليہ، حضرت عثمان بن عفان رضي الله تعاليٰ عنہ، حضرت عثمان بن مظعون رضي الله تعاليٰ عنہ، جناب عبدالرحمٰن بن عوف، جناب بن خدافتہ، بيبي رقيہ زوجہ حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ، جناب ابوهريره، امام شافعؒ، بيبي عائشہ صديقہ رضي الله عنہ، بيبي صفيہ، بيبي سوده، بيبي حفصہ ۽ جناب عبدالله بن مسعود اچي وڃن ٿا. انهن کان سواءِ جنگ احد جي يارهن شهيدن جون مزارون بہ هتي آهن. جنت البقيع، حج ۽ عمري لاءِ ويندڙ زائرين لاءِ بابرڪت زيارتگاهہ آهي.

**جنت المعليٰ**: مڪي مڪرمہ ۾ شاهراهہ حجون تي حرم کان ايندي مسجد جي پرسان هڪ تاريخي قبرستان واقع آهي، جيڪو جنت البقيع کان پوءِ دنيا جو ٻيو وڏو اعليٰ قبرستان آهي. هن قبرستان جي هڪ حصي ۾ عام مسلمانن جون مزارون ۽ ٻئي حصي ۾ اسلام جي برگزيده هستين جون مزارون آهن. هن قبرستان جي اهميت جو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿو تہ هن ۾ سرڪارِ دو عالم صلعم جي ابن ڏاڏن جناب هاشم، عبدالمناف، عبدالمطلب عليہ السلام، حضرت ابو طالب عليہ السلام، ام المؤمنين بيبي خديجة الڪبريٰ، بيبي آمنہ بنت وهب، بيبي اسماء بنت ابوبڪرؓ، عبدالرحمٰن بن ابوبڪرؓ، عبدالله ابن زبير، فضيل بن عباس، عبدالله بن عمرؓ، حضرت قاسم بن محمد صلي الله عليہ وسلم ۽ حضرت ابوبڪرؓ جي والده ابي قحافہ جون مزارون موجود آهن. ڦهرين هنن قبرن تي قبا اڏيل هئا ۽ قبرن تي ڪتبا پڻ لڳل هئا. قديم حج جي سفرنامن ۾ انهن قبن جون تصويرون موجود آهن.

**جنتر**: سنڌ ۾ خريف جي سائي گاهہ وارن فصلن مان جنتر هڪ اهم فصل آهي. هيءُ فصل پنجاب کان سنڌ ۾ متعارف ٿيو جيڪو ڍورن واري گاهہ سان تعلق رکي ٿو. جڏهن تہ جنتر جو فصل سنڌ سميت پارت ۽ پنجاب ۾ کلراٺي زمين جي سڌاري لاءِ پوکيو ويندو آهي. جنتر گاهہ ۽ سائي پاڻ طور اهميت رکي ٿو. چو تہ جنتر ڍاڪري مال جي لاءِ بهترين چارو آهي. جنتر گهٽي مقدار ۾ سائو يا نامياتي مادو زمين ۾ جمع ڪري ٿو. هن فصل جي پاڙن ۾ نائٽروجن ناهڻ جي سگهہ آهي، جنهن جي مدد سان زمين جي گهربل خوراڪي جزن جو پورائو ٿئي ٿو. هيءُ فصل تمام گهڻ ايراضيءَ تي پوکيو وڃي ٿو ۽ پوکيل فصل کي گاهہ لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي. پر سائي پاڻ طور ان جو استعمال زمين جي زرخيزيءَ کي برقرار رکندو آهي زمين ۾ سائي پاڻ وارا فصل: گوار، جنتر، لوسڻ، برسيم وغيره پوکڻ سان ان جي زرخيزي وڌي ٿي. هڪ اندازي مطابق جنتر جي فصل ۾ 25 سيڪڙو نائٽروجن موجود هوندي آهي. هن فصل جي ٻي اهم خاصيت اها آهي تہ هيءُ فصل عام طور کلر ۽ زمين جي تيزابيت ختم ڪرڻ لاءِ گهڻو بهتر آهي. زمين ۾ لڳاتار جنتر پوکڻ سان زمين مان سم ۽ کلر ڪنهن خاص حد تائين ختم ٿي ويندا آهن. سم ۽ کلر زمين ۾ پاڻيءَ جي سطح مٿي ٿيڻ ۽ سوڊيم جي لوڻ جي مقدار وڌڻ ڪري پيدا ٿئي ٿو. جڏهن تہ هن فصل جي پاڙن ۾ سم ۽ کلر کي ختم ڪرڻ جي صلاحيت آهي. جنتر جو فصل هر قسم جي زمين ۾ پوکي سگهجي ٿو هن فصل جي پوکيءَ لاءِ ٻن کان ٽي سُڪيءَ جا هر ڏئي سانهر گهمائي زمين کي سنوت ۾ آڻڻ گهرجي. زمين ۾ پتر هجن تہ اهي پڇي چڙڻ گهرجن ۽ بعد ۾ پوکي ڪجي. هيءُ فصل سنڌ ۾ مارچ کان جولاءِ تائين پوکي سگهجي ٿو عام طور جنتر جي پوک ڇٽ ذريعي ڪئي ويجي ٿي، جنهن جو ٻج بيٺل پاڻيءَ ۾ هٿ سان ڇٽ ڪري پوکيو ويندو آهي. هن فصل لاءِ عام طور ٻج جو مقدار 12 کان 30 ڪلوگرام في ايڪڙ استعمال ڪجي، جيڪڏهن جنتر جو فصل ٻج لاءِ پوکجي تہ ٻج جو مقدار 12 ڪلوگرام ۽ مال جي چاري يا سائي پاڻ لاءِ پوکجي تہ پوءِ 20 کان 30 ڪلوگرام في ايڪڙ استعمال ڪجي. جڏهن تہ ٻج جو مقدار زمين جي قسم ۽ آبهوا مطابق گهٽائي ۽ وڌائي سگهجي ٿو. عام طور هن فصل ۾ پاڻ استعمال نہ ڪبو آهي، ڇاڪاڻ تہ جنتر ۾ نائٽروجن جي جمع ڪرڻ واري



جنتر

صلاحيت وڌيڪ هوندي آهي. هن فصل کي پوکيءَ بعد پهريون پاڻي 30 ڏينهن بعد ڏنو وڃي ۽ باقي ڏينهن جي وقفي بعد ڏجن. هن فصل مان سائو گاهه 350 مڻ في ايڪڙ ۽ ٻج 12 مڻ في ايڪڙ ملي ٿو.

**جنتري**: جنتري اهڙو ڪتاب آهي، جنهن مان نجومي يا مذهبي اڳواڻ، سج، چنڊ، تارن ۽ نکٽن جي گردش مان معلومات وٺي، سڄي سال جون تاريخون ۽ ڏينهن درج ڪندا آهن. تاريخ جي آڳاٽي زماني ۾ مزدورن جي اجرت يا پگهار جي حساب رکڻ لاءِ جنتري استعمال ڪئي ويندي هئي، هلندڙ دور ۾ وري معاشرتي مقصدن لاءِ جنتري ترتيب ڏني وڃي ٿي. سڄي دنيا ۾ گريگورين جنتري استعمال ڪئي ويندي آهي. جنتري کي 'ٽيپڻو' يا 'تقويم' به چيو ويندو آهي. قديم دور کان وٺي اڄ ڏينهن تائين جنتريءَ جا جيڪي مختلف نظام رائج رهيا آهن، تن مان ڪن جو احوال هيٺ شامل ڪجي ٿو:




**ابتدائي جنتريءَ جو نظام**: هن نظام ۾ هڪ نئين چنڊ (New Moon) کان ٻئي نئين چنڊ تائين واري مدي کي قمري مهينو چيو ويندو آهي ۽ 12 قمري مهينن جي مدت هڪ قمري سال سڏجي ٿي. موسمن جو هڪ مڪمل دور يعني سج جي چوڌاري زمين جي هڪ مڪمل گردش واري عرصي کي هڪ 'شمسي سال' سڏيو ويندو آهي. جڏهن ته هڪ قمري سال هڪ شمسي سال کان لڳ ڀڳ 11 ڏينهن ننڍو هوندو آهي.

**رومي جنتري**: هن جنتريءَ ۾ هڪ اڌ ڏينهن کان ٻئي اڌ ڏينهن تائين وارو وقت، هڪ ڏينهن تصور ڪيو ويندو آهي. هڪ ڏينهن کي 24 برابر حصن ۾ ورهائي وقت جا هڪجهڙا ننڍا جزا (ڪلاڪ) حاصل ڪيا ويندا آهن. پورن ستن ڏينهن جي وقفي کي هڪ هفتي سان منسوب ڪيو ويندو آهي. هڪ ڪلاڪ جو سٺيون حصو سيڪنڊ سڏجي ٿو. انهيءَ جنتريءَ موجب هڪ شمسي سال 365 ڏينهن ۽ 5 ڪلاڪن جي برابر ٿئي. يعني جنوري، مارچ، مئي، جولاءِ، آگسٽ، آڪٽوبر ۽ ڊسمبر مهينن ۾ 31 ڏينهن ٿيندا آهن ۽ اپريل، جون، سيپٽمبر ۽ نومبر ۾ 30 ڏينهن ٿيندا آهن ۽ فيبروريءَ ۾ 28 يا 29 ڏينهن هوندا آهن. هن جنتري وسيلي مهينن ۾ ڏينهن کي گهٽائي وڌائي 365 ڏينهن جو تعداد پورو ڪيو ويو آهي.

**جوليائي جنتري**: هونئن ته شمسي سال ۾ لڳ ڀڳ سوا 365 ڏينهن هوندا آهن، پر 365 ڏينهن واري سال ڪٿڻ سان جنتريءَ جو هر سال 6 ڪلاڪ اڳ ئي ختم ٿئي ٿو. بظاهر هيءَ ننڍڙي معمولي ڪمي معلوم ٿئي ٿي، پر ڪيترن سالن جي ڊگهي عرصي ۾ اها مجموعي طور تي گهاٽيٽي ۾ رهندي. اهو ئي سبب آهي جو 26 ق.م ۾ جوليس سيزر (Jullius Caesar) قديم رومي جنتريءَ ۾ تصحيح ڪئي. هن مذهبي اڳواڻن اسڪندريا جي هيئت دان سوسي جينس (Sosigenes) جي صلاح سان اهو عمل نافذ ڪيو ته هن سال نومبر ۽ ڊسمبر جي وچ ۾ 6.7 وڌيڪ ڏينهن داخل ڪيا وڃن ته جيئن معاشرتي ۽ هيئتي جنتري هڪ ٻئي سان مطابقت رکن ۽ برابر ٿي وڃن. ان حساب سان آئندي هر چوٿين سال فيبروريءَ ۾ 28 جي بجاءِ 29 ڏينهن ٿيندا، يعني جيڪو 4 جي انگ سان پورو ونڊجي ٿو اهو وڌايل سال (Year Leap) ٿيندو.

**گريگورين جنتري**: هيءَ جنتري 1582ع ۾ پوپ گريگوري (Gregory) جوليائي جنتري ۾ تصحيح ڪندي، هڪ نئين جنتري نافذ ڪئي، جيڪا گريگورين (Gregorian) جنتري سڏجي ٿي. 1582ع ۾ آڪٽوبر جي 5 تاريخ آڪٽوبر 15 قرار ڏني وئي.

**هندو جنتري**: آڳاٽي زماني ۾ رائج جنتريءَ جا ڪجهه بنياد چئن ويدن ۾ بيان ڪيا ويا آهن ۽ ائين معلوم ٿئي ٿو ته لڳ ڀڳ 1200 ق.م ڌاري ترتيب ڏنل رگ ويد جي زماني ۾ معاشرتي سال جو عرصو 360 ڏينهن ورتو ويندو هو ۽ سال ۾ برابر ڏينهن وارا 12 مهينا ٿيندا هئا ۽ هر پنجن سالن جي پوري ٿيڻ تي هڪ وڌيڪ مهينو لڳايو ويندو هو، جنهن کي "اڌڪ" چوندا هئا. هيءَ جنتري قمري، شمسي هئي.

**مسلم جنتري**: مسلم جنتري 12 قمري (چنڊ جي) مهينن واري سال تي ٻڌل آهي. قمري مهيني جي ابتدا رويت هلال کان ٿيندي آهي ۽ عام طورهي قمري مهينو 29 ۽ 30 ڏينهن جو ٿئي ٿو. قمري سال 354 يا 355 ڏينهن جو ٿئي ٿو. مختلف سالن ۾ قمري مهينن ۽ موسمن ۾ مطابقت نه ٿي ٿئي، پر ساڍي 32 سالن جي عرصي ۾ قمري مهينا رجعت (Retrograde) ڪندي ٻيهر مطابقت حاصل ڪن ٿا. جيئن ته قمري سال جو عرصو لڳ ڀڳ 29.53 ڏينهن آهي، ان ڪري عام طور تي 31 هلالي مهينن ۾ 29 ڏينهن وارا 15 مهينا ۽ 30 ڏينهن وارا 16 مهينا ٿين ٿا. محرم 30 ڏينهن، صفر 29 ڏينهن، ربيع الاول 30 ڏينهن، ربيع الثاني 29 ڏينهن، جمادي الاول 30 ڏينهن، جمادي الثاني 29 ڏينهن، رجب 30 ڏينهن، شعبان 29 ڏينهن، رمضان 30 ڏينهن، شوال 29 ڏينهن، ذوالقعد 30 ڏينهن، ذوالحج 29 يا 30 ڏينهن. اهو سال جنهن ۾ ذوالحج مهيني ۾ هڪ ڏينهن وڌيڪ ڪيو وڃي ته وڌايل سال ٿيندو. 30 سالن جي عرصي ۾ 19 معمولي سال في سال 354 ڏينهن وارو ۽ 11 وڌايل سال، في سال 355 ڏينهن وارو ٿئي ٿو. اهڙيءَ طرح جنتريءَ ۾ تڏهن وڌايل سال جو حساب لڳائڻ لاءِ اهو قانون ناهيو ويو ته جيڪڏهن هجري سن کي 30 سان ورهائڻ تي 2، 3، 5، 7، 10، 13، 16، 18، 21، 24، 26 يا 29 بچن ته اهو وڌايل سال سمجهبو.

**چيني جنتري**: عام طور تي چيني جنتري 12 قمري (چنڊ جي) مهينن تي ٻڌل ٿئي ٿي ۽ هر ٽن سالن جي وقفي ۾ هڪ وڌيڪ وچولو مهينو يا هر 5 سالن جي وقفي ۾ به وڌيڪ وچولا مهينا ڪٽي شمسي سال سان مطابقت پيدا ڪئي ويندي آهي.

**جن پڙهايو پاڻ** (ڪتاب): هي ڪتاب، سنڌي ٻوليءَ جي نامور دانشور، شاعر ۽ قومي ڪارڪن، خاڪي جويي جي آتم ڪٿا آهي، جنهن ۾ هن جي سنهٺ ساله (1942-2009) ذاتي، ادبي، ثقافتي ۽ سياسي زندگيءَ جو احوال ڏنل آهي.

خاڪي جويي جي هيءَ آتم ڪٿا ٽن حصن تي مشتمل آهي، پهرئين حصي ۾ جمڻ کان 27 سالن جو احوال ۽ ان دور جي ادبي، ثقافتي ۽ سياسي صورتحال جو ذڪر آهي، جنهن ۾ هو پاڻ سڌيءَ ريت شريڪ ته نه

هو پر ڪتابن جي مطالعي جي آڌار تي ان جو بيان ڪيو ويو آهي. ٻئي حصي ۾ هن پنهنجي شعوري زندگيءَ جو احوال ڏنو آهي، جيڪا 1966ع کان شروع ٿئي ٿي. جڏهن هن پهرين ادب ۽ پوءِ سياست ۾ پير پاتو هو. پر حقيقت ۾ هو اُن جو شمار 1969ع کان ڪري ٿو. جيڪو دور هن جي پڙهيل ڳڙهيل انسان جو شعوري دور آهي. ۽ ٽئين حصي ۾ علمي ادبي ۽ سياسي زندگيءَ جو تفصيلي ذڪر آهي.




هيءَ آتم ڪٿا خاڪي جويي، 2008ع دوران متس فالج جي ٽيل ٻن حملن کان پوءِ ان احساس هيٺ لکي ته خبر ناهي زندگي ڪيترا ڏينهن وڃي رهي، اُن ڪري جيڪي ڪجهه ياد آهي، لکي وٺجي. ياد رهي ته ان ئي عرصي ۾ هن باوجود ڊاڪٽرن جي منع جي نه رڳو مطالعو جاري رکيو، پر جون-جولاءِ 2010ع کان نومبر 2010ع تائين جي مختصر عرصي ۾ خود ڪمپيوٽر تي ويهي، 560 صفحن تي مشتمل هيءَ آتم ڪٿا ڪمپوز ڪري لکي ورتي.

خاڪي جويي جي هن آتم ڪٿا لکڻ جي انداز تي سائين جي. ايم. سيد جي آتم ڪهاڻي "پنهنجي ڪهاڻي، پنهنجي زباني" جو وڏو اثر آهي.

هن آتم ڪٿا ۾ خاڪي جويي، پنهنجي ذاتي ۽ خانداني زندگي، سن ۽ پنهنجي خاندان جي واسطي، گذرمعاش جي تڪليفن ۽ ڪشالن، سياسي ۽ ادبي سفر، رسالي ’ساجاهه‘ ۽ ساجاهه پبليڪيشن جي سياسي ڪردار، قومي تحريڪ جي پيچ ڊاهه کان وٺي ورلڊ سنڌي ڪانگريس طرفان 2010ع ۾ ڪيس مليل ’جي. ايم. سيد اوارڊ‘ تائين جو تفصيلي ذڪر انتهائي سچائيءَ سان ڪيو آهي ۽ ڪٿي به رک رکاءَ ۽ مصلحت کان ڪم نه ورتو آهي. ڊيمي سائيز جي 563 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب، مارئي اڪيڊمي سڪرنڊ/ حيدرآباد پاران 2010ع ۾ ڇپيو آهي ۽ ڪتاب جي قيمت 400 روپيا آهي.

**جنجي:** تعلقي روهڙي جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

لوٺي ڳوٺ، سائينڏاد ٻنيرو، ٽنڊو امام بخش خان، پراڻو جنجي، هادي بخش شنبائي، شاهد ڏنو ٻنيرو، متو ٻنيرو ۽ موٺيل چاچڙ.

**جنجهه:** ديهه لشڪري چانڊيئي، يونين ڪائونسل رانوٽيءَ سان تعلق رکندڙ هيءَ ڳوٺ قنبر کان اتر طرف 12 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي آهي. هن ڳوٺ جي اتر ۾ تعلقي ميري خان جو ڳوٺ ٻنيو خان چانڊيو اتر اولهه جي ڪنڊ ۾ ڳوٺ ميٺا، ڏکڻ ۾ ڳوٺ شاهو شيخ ۽ روڊ آهي. هيءَ روڊ قنبر کان نڪري ٿو ميمڻ ۽ جنجهن کان ٿيندو، لاڙڪاڻي شهر تائين وڃي ٿو. اتر ۾ نونارين جا دڙا آهن، جتي اڳ نوناري لوڻ جو ڪم ڪندا هئا. هي دڙا زمين جي سطح کان اٽڪل 15 فوٽ اوچائيءَ ۾ هڪ ايڪڙ جي پکيڙ تي واقع آهن. مقامي روايتن موجب هيءَ ڳوٺ جنجهه قبيلي جي ماڻهن 17 صدي عيسويءَ جي شروع ۾ آباد ڪيو هو اصلي سري واري پاسي کان آيا هئا ۽ سندن مادري زبان سرائڪي هئي. جنجهه قبيلي جي وڏڙن موجب ميان نور محمد ڪلهوڙي جو نائب ۽ سپهه سالار شاهه بهارو جنجهڻ به سندن وڏن مان هو. ان جي نسبت سان هتان جا جنجهه، شاهه بهاري جي نالي پنيان پاڻ کي شاهاڻي به سڏائين ٿا. تعلقي لاڙڪاڻي ۾ شاهاڻي پاڙو شاهه بهاري کان پوءِ وجود ۾ آيو آهي. تاريخي اعتبار کان قمبر ۽ لاڙڪاڻي تعلقن ۾ هنن جي رهائش ميان شاهل محمد ڪلهوڙي جي ڏينهن ۾ ٿي هئي. جنجهه يا جنجهڻ ميان شاهل محمد ڪلهوڙي جا مريد هئا. شاهه بهاري جو والد، ميان شاهل محمد جي ڏينهن ۾ ڪلهوڙن جو شاهي ايلچي هو. تعلقي قنبر ۾ ’ايلچي‘ نالي هڪ ديهه به واقع آهي، جنهن ۾ ڪافي ڳوٺ شامل آهن.

**جنجهڻ، الهه بخش:** الهه بخش جنجهڻ جو ذڪر ميان سرفراز ڪلهوڙي جي دور ۾ ملي ٿو. جڏهن ميان سرفراز حڪمران ٿيو ان وقت جن اميرن کي اڳتي آندائين. الهه بخش جنجهڻ به انهن مان هڪ هو. هن جو نالو شاهه الهه بخش ذات جنجهڻ لکيو ويو آهي. سرفراز ڪلهوڙي جي دور ۾ مير بهرام خان قتل ٿيو. هن ڏس ۾ الهه بخش پوري طرح باخبر هو. مير فتح علي خان انتقامي طور ميان سرفراز ڪلهوڙي جي محل تي حملو ڪرايو ته هيءَ امير به ان ۾ به شريڪ رهيو. الهه بخش جنجهڻ راڄي ليکي ۽ پوءِ تاڄي ليکيءَ جو خاص مددگار رهيو. مير بجار خان عمر ڪوٽ تي قبضو ڪيو. ان وقت الهه بخش جنجهڻ اڳتي وڌي هن کان ڪوٽ ڇڏايو. لانياريءَ جي جنگ ۾ وڙهيو. پر سرڪاري لشڪر شڪست کاڌي. ان وقت مير بجار سان وڃي مليو. عبدالنبي ڪلهوڙو 1191ھ/1777ع ۾ سنڌ جو حڪمران ٿيو ته ان الهه بخش جنجهڻ کي قيد ۾ رکڻ جو حڪم ڏنو. جتي قيد ۾ رهندي فوت ٿي ويو. غلام حسين الهه بخش جنجهڻ جو پٽ هو. ڪيس عبدالنبي ڪلهوڙي جي دور ۾ چڱي اهميت ملي. سن 1783/1198ع ۾، هالاڻيءَ جي جنگ ۾ ڪلهوڙن پاران وڙهندي مارجي ويو.

**جنجهي[1]:** جنجهي، پاٽي راجپوت نسل مان آهن ۽ سنڌ جي مختلف هنڌن تي آباد آهن.جنجهين جو اباڻو وطن جيسلمير آهي، جتي ڪنهن وقت ۾ ناميارو بادشاهه راجا شاليواهن راڄ ڪندو هو. جنهن کي 9 پُٽ هئا، جن جي راڄ جون حدون پري پري تائين پکڙيل ۽ مختلف قلعن جي صورت ۾ نروار هيون:

ڪاشي، مٿرا، پراڳ، ڳڙهه، گجنيري، پٽنير،
ڏگم، ڏيراور، غزني، نوان جيسلمير.

برصغير جي وسيع علائقي تي حڪمراني ڪندڙ پاٽين جو هڪ ٽولو جيسلمير مان هجرت ڪري سنڌ پهتو، جتي فيروز شاهه تغلق جي دور ۾ مسلمان ٿيو پر نالا وغيره تبديل نه ڪيائون. سنڌ ۾ مختلف هنڌن تي آباد ٿيا، ۽ هن وقت ٿر جي ڳوٺن- وڪڙيي، جنجهي، صالح جنجهي ۽ اسماعيل سنگراسيءَ ۾؛ بئراج ايراضيءَ ۾ عمرڪوٽ، ڪنري، هيرل، ميرپوربراڻي، ٽنڊي غلام علي، سنجهوري، جهول، حيدرآباد، ڇمبڙ ۽ لاڙڪاڻي ۾ آباد آهن. هي ڪٿي جنجهه ته ڪٿي جنجهي سڏيا وڃن ٿا. هنن جي اڪثريت پڙهيل ۽ ملازمت پيشه آهي ۽ سياست ۾ به سرگرم آهن. نامور اُستاد سچل جنجهي، سگهڙ الهداد جنجهي، جام ساقي ۽ غلام محمد جنجهي هن ذات/ قبيلي سان واسطو رکن ٿا.

**جنجهي**[2]: جنجهي تعلقي ساماري جي هڪ ديهه آهي، جنهن کي ’جنجهي‘ به چون. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حاجي رحمت الله، ڪرپال داس ۽ مير محمد ڪپري.

**جنجهي**[3]: تعلقي ڇاڇري جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڪرنور، حيات هاليپوٽو، بانڪو ڀيل، سوهيلو مهڪي جو ترُ، جنجهي، امين جي ڍاڻي، داديو هاليپوٽو، نيباڙو، گل محمد رند، موندر رند ۽ مير خان جي ڍاڻي.

**جنجهي، غلام محمد**: غلام محمد جنجهي، ٿرپارڪر جو مشهور اديب، سگهڙ، شاعر ۽ حڪيم ٿي گذريو آهي. هن ٿرپارڪر جي هڪ وڏي ڳوٺ وڪڙيي ۾، محمد عثمان جنجهيءَ جي گهر ۾، 1921ع ۾ جنم ورتو. هن جا وڏا اصل ۾ جيسلمير جا ڀاٽي هئا، جيڪي پهرين عمرڪوٽ لڳ ڳوٺ ڪاروڙيي چارڻ ۾ اچي آباد ٿيا. بعد ۾ اتان لڏي مٺي تعلقي جي ڳوٺ وڪڙيي ۾ آيا. چون ٿا ته سندن وڏن فيروز شاهه تغلق جي وقت ۾ اسلام قبول ڪيو هو. غلام محمد جنجهي سنڌي به درجا پڙهيا ۽ گجراتي ۽ هندي ۾ فائنل پاس ڪرڻ کان پوءِ ذاتي مطالعي جي آڌار تي مختلف علمن ۾ دسترس حاصل ڪئي، جن ۾ جاگرافي، تاريخ، اينٿراپالاجي، فلڪيات، ادب ۽ طب شامل آهن. هن هند سنڌ جي تمام گهڻن شهرن ۽ ماڳن جو سفري مطالعو ۽ مشاهدو ڪيو. راڳداريءَ جي ڪيس وڏي ڄاڻ هئي. سنڌي، هندي، اردو، فارسي، ڍاٽڪي، پارڪري ۽ انگريزيءَ تي به دسترس رکندو هو. سنڌيءَ جون ٻئي لپيون (عربي ۽ ديوناگري) لکي ۽ پڙهي ڄاڻندو هو. شاعر به سٺو هو. هن 1934ع کان شاعري شروع ڪئي. سندس شاعري گهڻي ڀاڱي بيت، وائي ۽ ڪافيءَ جي صنفن تي ٻڌل آهي. ڪيترين ئي ڪافيون خاص انداز ۾ به لکيل اٿس. سرن تي ٻڌل ڪلامن/ ڪافين جي مٿان راڳڻين جا نالا به ڏنا اٿس. سندس وفات کان پوءِ سندس فرزند نور احمد جنجهيءَ سندس ڪلام کي سهيڙي، ’ويڇها ٿيا وصال ڪي‘ (2010ع) جي نالي سان ڪتابي صورت ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.



غلام جنجهيءَ، جوانيءَ کان وٺي سياست ۾ حصو ورتو. ڪانگريس، مسلم ليگ ۽ جماعت اسلاميءَ سان مختلف وقتن تي هم خيال رهيو. قيام پاڪستان کان پوءِ مقامي سياست ۾ حصو وٺي علائقي جو ڪائونسلر ۽ چيئرمئن به چونڊيو ويو. مختلف قومي ۽ مقامي مسئلن تي ملڪ جي صدرن ۽ وزيرن سان خط و ڪتابت به ڪندو رهيو. هن غلام محمد پرڳڙي، مهاتما گانڌي، محمد علي جناح، پير غلام مجدد سرهندي، مولانا ابوالاعليٰ مودوديءَ ۽ ذوالفقار علي ڀٽي شهيد سان ملاقاتون ڪيون. سندس زندگيءَ جو مقصد غريب ماڻهن جي بنا ڪنهن متڀيد جي خدمت ڪرڻ هو. 18 جون 2010ع تي وفات ڪيائين. سندس ڪيترو نثري مواد سندس پونئيرن وٽ موجود آهي.

**جنجهي، نور احمد**: نور احمد جنجهي تعلقي مٺيءَ جي ڳوٺ وڪڙيي ۾، 30 نومبر 1968ع تي ٿر جي لوڪ شاعر ڏاهي، ماهر بشريات ۽ حڪيم، مرحوم غلام محمد جنجهيءَ جي گهر جنم ورتو. شروعاتي تعليم اباڻي ڳوٺ ۾ پرائي. ثانوي تعليم گورنمينٽ هاءِ اسڪول مٺيءَ مان حاصل ڪيائين. 1996ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان سنڌي ادب ۾ فرسٽ ڪلاس، سيڪنڊ پوزيشن سان ايم. اي پاس ڪري، 1997ع ۾ تعليم کاتي سنڌ ۾ ليڪچرار ڀرتي ٿيو. هن سنڌي ادب ۾ ماسترس سان گڏ سنڌ يونيورسٽيءَ مان فرسٽ ڊويزن ۾ ايم. ايڊ ۽ ايل. ايل. بي جو امتحان به پاس ڪيو. مٺي ۽ گورنمينٽ ڪاليج ڪاري موري، حيدرآباد سميت سنڌ جي مختلف ڪاليجن ۾ خدمتون سرانجام ڏيڻ سان گڏوگڏ، نئين ضلعي حڪومتي سرشتي هيٺ ضلعي ٿرپارڪر جي پهرئين ائڊمنسٽريٽو آفيسر طور به ذميواري نڀائي. ان ڪانسواءِ غير سرڪاري تنظيم ٿرديپ سان گڏ باراني ڳوٺاڻن علائقن جي ترقيءَ توڙي سماجي جاڳرتا جي ڪافي پراجيڪٽن تي ڪم ڪيو ۽ ڳوٺاڻيون ترقياتي تنظيمون ناهڻ ۾ ڳوٺاڻن جي رهنمائي ۽ مدد ڪئي.



اوڪسفرڊ يونيورسٽي پريس جي تيار ڪري ڇاپيل به ٻوليائي لغت جي ڪم ۾ به حصو ورتو آهي. مختلف رسالن ۽ اخبارن ۾ سندس مضمون ۽ مقالا ڇپجندا رهيا آهن. هن پنهنجي والد جو شعري مجموعو ’ويڇها ٿيا وصال ڪي‘ (2010ع) سهيڙي ڇپرايو. ان کان سواءِ هن ڊاڪٽر ڪشني قلواڻيءَ جي لوڪ داستانن بابت هندي ڪتاب جو سنڌي ترجمو ڪري ’ٿر ۾ ڳائجندڙ داستان‘ (2008ع) عنوان سان ڇپايو آهي. ان کان سواءِ سندس هيٺيان ڪتاب ڇپيل آهن:

(1) سماجي جاڳرتا بابت مددي ڪتاب، (2) ڳوٺاڻن جي سيڙپڪاري فنڊ بابت مددي ڪتاب، (3) يونين ڪائونسل غربت گهٽايو رٿا بابت مددي ڪتاب، (4) مقامي سهڪاري تنظيم جي تنظيمي اوسر بابت مددي ڪتاب. ان کان سواءِ سندس ڪتاب ’سنڌي لوڪ گيتن جو سماجياتي اڀياس‘ ڇپائيءَ هيٺ آهي.

نور احمد جنجهي ٿر جي تاريخ، ثقافت، سماجيات، لوڪ ادب تي سٺي ڄاڻ رکي ٿو. هن وقت گورنمينٽ گرلس ڊگري ڪاليج مٺيءَ ۾ اسسٽنٽ پروفيسر طور خدمتون سرانجام ڏيئي رهيو آهي.

**جنجهيئر**: تعلقي ڇاڇري جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

روجهڙي، ٻورلي، سهيارو ڳهاڙا، سهيارو، جنجهيئرو، ٻورلي ڀيل.

**جنجهي، يار محمد، ڊاڪٽر**: ڊاڪٽر يار محمد جنجهي، ميرپورخاص جو مشهور ڊاڪٽر ۽ سماجي خدمتگار ٿي گذريو آهي. سندس جنم ڳوٺ واحد ڏني جنجهي نزد ميرپور پراڻيءَ ۾ حاجي محمد صديق جي گهر، 3 ڊسمبر 1946ع تي ٿيو. اڃا هڪ سال جو هو ته سندس والد گذاري ويو ۽

ڪيس وڏي ڀاءُ محمد يوسف ڀاليو ۽ پڙهايو. مڊل اسڪول تائين تعليم ميرپور پراڻيءَ ۾ حاصل ڪرڻ کان پوءِ پبلڪ اسڪول اسڪول حيدرآباد ۾ داخل ٿيو ۽ امتيازي نمبرن سان انٽر جو امتحان پاس ڪري، 1965ع ۾ ميڊيڪل جي تعليم پرائڻ لاءِ لياقت ميڊيڪل ڪاليج ڄام شوري ۾ داخل ٿيو ۽ 1970ع ۾ امتيازي نمبرن سان ايم. بي. بي. ايس جو امتحان پاس ڪري، 1971ع ۾ نوڪريءَ ۾ داخل ٿيو. سندس پهرين مقرري ڪنريءَ ۾ ٿي. پر سندس ڀاءُ محمد يوسف جي گذاري وڃڻ سبب نوڪريءَ کي خدا حافظ چئي ميرپورخاص آيو ۽ ميونسپالٽيءَ ۾ سروس ڪرڻ سان گڏ زمينداري ۽ راڄداري سنڀالڻ لڳو. 1974ع ۾ اها نوڪري به ڇڏي، ڪل وقتي خانگي پريڪٽس ڪرڻ ۽ زمينداريءَ کي سنڀالڻ لڳو. سندس سياسي وابستگي پاڪستان پيپلز پارٽي سان ۽ روحاني رشتو مخدوم سرور نوح جي خاندان سان رهيو. سياسي سفر ۾ ايم. آر. ڊي‌ءَ دوران جيل به ويو. شڪار ۽ فوٽوگرافيءَ جو شوقين هوندو هو. سماجي خدمت کي عبادت سمجهندو هو. ان ڪري ميرپورخاص جي هر سماجي تنظيم سان گڏجي هن عوامي ڀلائيءَ جا ڪم ڪيا. هن روٽري ڪلب، سنڌ ايجوڪيشن سوسائٽي، جنجهي برادرس ائسوسيئيشن، سنڌ سمال انڊسٽريز ميرپورخاص، چيمبر آف ايگريڪلچر ميرپورخاص، پاڪستان ميڊيڪل ائسوسيئيشن ميرپورخاص جي صدر طور خدمتون سرانجام ڏنيون. سروري تنظيم ۾ هيلٿ سيڪريٽري طور خدمتون سرانجام ڏنائين. ميرپورخاص جو هي هر دلعزيز فرد، ڪينسر جهڙي موذي مرض ۾، 2009ع ۾ زندگيءَ جي جنگ هارائي ويو. اڄ به ميرپورخاص جا شهري، هن انساني همدرد کي ياد ڪن ٿا.



**جنداوڙا** (Jandavra) **(ٻولي)**: هيءَ جندَ آهوڙيندڙن جي ٻولي آهي، جيڪا باگڙي ٻوليءَ سان 74 سيڪڙو، کاٽائي ٻوليءَ سان 74 سيڪڙو ۽ ڪولهي ڪڇيءَ سان 68 سيڪڙو هڪجهڙائي رکي ٿي. هيءَ ٻولي سنڌ ۾ حيدرآباد کان اوڀر ۾ ميرپورخاص سميت هندستان جي جوڌپور ۽ راجستان وارن علائقن ۾ ڳالهائجي ٿي. سال 1998ع جي رپورٽ موجب هن ٻوليءَ جا 5 هزار ڳالهائڻ وارا موجود هئا، جيڪو تعداد هن وقت ضرور وڌيو هوندو. هيءَ ٻولي هند- يورپي، هند- ايراني ۽ هند- آريائي ٻولين جي نُک مان چئي وڃي ٿي. جنداهوڙا سنڌ ۾ رهندڙ هڪ قبيلو آهي، جيڪو صدين کان جندن آهوڙڻ جو ڪم ڪندو آهي. هي گهڻو ڪري ميداني علائقن ۾ رهن ٿا. سنڌي لکڻ پڙهڻ سميت ٿري لهجو به ڳالهائين ٿا ۽ اڪثر ڪري هندو مذهب سان واسطو رکن ٿا.

**جندو ديرو**: تعلقي ڳڙهي ياسين جي هڪ ديهه جو نالو آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

چنن جي واند (چنا)، فيضائي ڪلهوڙا، جوٽيجا واند (سمون)، فقيرپور (فقير ڳوٺ)، جندو ديرو ۽ شيخن جي واند.

**جندالڙو**: مٽيءَ جو ٺهيل ننڍڙو جند (ٻارن جي راند لاءِ رانديڪو). سنڌ ۾ عام طور ٻارن کي وندرائڻ لاءِ مٽيءَ مان ننڍڙا جند يا جندالڙا ٺاهي ڏنا ويندا آهن. جيڪي ٻارڙا بيحد پسند ڪندا آهن. انهن جي مقبوليت جو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿو ته جندالڙي تي ڪيترائي لوڪ گيت به جڙيل آهن. جهڙوڪ: 'منهنجو جَندالڙو ڏي ته ڪيڏڻ وڃان' وغيره.س

**جنداهڙا**: هي اصل لفظ 'جند آهڙا' آهي، جنهن جو مطلب 'جندا آهوڙيندڙ ماڻهو' آهي. جنداهڙا پورهيت قسم جا ماڻهو آهن. جيڪي ڳوٺ ڳوٺ وڃي جند آهوڙيندا آهن. جند يا چڪيون ان پيهي گسي ويندريون آهن ته جنداهڙا ڇيڻين سان انهن پٿر جي جندن ۽ چڪين کي تراشيندا ۽ انهن ۾ ننڍا ننڍا خال/ سوراخ ڪندا آهن ته جيئن اَن ڪرل ٿي، پيهجي سنهو اَٽو ٿي سگهي. جنداهڙا گهڻي ڀاڱي هندو ڌرم سان واسطو رکن ٿا. ڪي بروهي ۽ ٻين ذاتين وارا به جبلن مان ۽ چڪين جا پٿر ٽڪي ڪٽي ايندا آهن ۽ جند به آهوڙيندا آهن. جنداهڙا ڳوٺ ڳوٺ وڃي هوڪو ڏيندا آهن: 'جند آهڙايو جند آهڙايو'، ڳوٺن جون عورتون ڪانئن جند آهڙائي ڪين اجورو روڪ يا جنسن جي صورت ۾ ڏينديون آهن. جنداهڙا پورهيت طبقي جا ماڻهو آهن. جيڪي ڳوٺن ۾ جندن آهوڙڻ جو پورهيو ڪري پنهنجو گذران ڪندا آهن ۽ گهڻي ڀاڱي هندو ڌرم سان واسطو رکن ٿا.

**جَندي** (سونارڪو اوزار): سونارن جي جندي، ڌهريءَ جي ڌاتُن کي چمڪائڻ لاءِ پٽل جي ٺهيل هوندي آهي، ان ۾ ڌهريءَ جا ڌاڳا وجهي ٿورو ڦيريا آهن ته منجهن چمڪ ايندي آهي. هن جنديءَ ۾ ويهارو کن گول گهر ٺهيل هوندا آهن، جن ۾ ڌاڳا وجهي، پوءِ ان مٿان پليٽ رکي ڇڏبي آهي. ان بعد آريٽڻ جو ڀاڱي پسائي ڌاتُن کي هلائبو آهي، ان جا ٻه فائدا ٿيندا آهن، هڪ ته جيڪي لڳل هوندا، اهي به نڪري ويندا ۽ چمڪ به پيدا ٿيندي، ڌهريءَ جي ڌاتُن کي. ڪَبُ ڪڍڻ ۽ گولائي هڪ جيتري رکڻ لاءِ سونارن وٽ جندي ئي هڪ وسيلو آهي.

**جَندي/ جندَ/ جاندهم**: هي ٽئي اسم اهڙا آهن. جن جو اَن ڏَرڻ يا پيهڻ سان واسطو آهي.

**جندي**: جندي اصل ۾ ننڍي جي ٿيندي آهي، پوءِ ان کي سُڪائي ٻاهه ۾ پچائبو آهي. هن جي هيٺئين پُڙ ۾ لوهه وغيره جو ڪيرُ ۽ وچ تي تختو ڪتل هوندو آهي ۽ مٿئين پُڙ جي وچ ۾ سوراخ يا ڳارو هوندو آهي ان ۾ ڪائيءَ جي ڪمر سوراخ سان هوندي آهي، جنهن ۾ هيٺئين پڙ وارو ڪير پوندو آهي. مٿئين پڙ جي ڪناري جي ويجهو وري هڪ ڪاٺ جو هٿيو سوگهو پيل هوندو آهي. هن هٿيي ۾ هٿ وجهي جنديءَ کي گهمائبو آهي ۽ ان ۾ ان جي ٻڪي وجهبي وجبي آهي، جنهن سان ان ڏريو يا ڏڙبو آهي.

**جند**: جند اصل ۾ هڪ خاص قسم جي سخت پٿر مان ٺهيل ٻن پُڙن وارو هٿ سان هلائجندڙ اوزار آهي، هن جي جوڙجڪ جنديءَ جهڙي هوندي آهي، پر پُڙن ۾ ڇُگهن جي بجاءِ ويريون ٿينديون آهن. جن وسيلي پيٺل ان جو اٽو پاسن کان پاٽ ۾ پوندو رهندو آهي. جند جي ڪير جي چوٽيءَ کي مڪڙي ۽ ان ۾ ٻڌل آڪيڙا ٿيندا آهن، جيڪي جند کي هلڪو ۽ ڳرو ڪندا آهن.

**جانداهم**: جانداهم به اصل ۾ جند آهي، جنهن جي شڪل ۽ ڪم جند وارو آهي پر هن جا پُڙ ڳرا ۽ وزني هوندا آهن. هن جي مٿئين پڙ ۾ ڪنهن ٿين وغيره جو ڊول وجهبو آهي، جنهن ۾ اَن جو ڪافي مقدار وجهي ڇڏبو آهي ۽

اهو آهستي آهستي ڪٽيت سارو جانداهه جي ڳاري ۾ پوندو رهندو آهي. ڪن جاندهن جي مٿئين پڙ جي وچ ۾ ڊول جهڙو حصو هوندو آهي، جاندهه کي هلائڻ لاءِ ڳڌهه، خچر ۽ ڏڳو ڪم ايندو آهي، جيڪو ان کي هڪ ڪاٺيءَ (جيڪا جنڊ جي ڳچيءَ سان ٻڌل هوندي آهي.) جي مدد سان ڦيرائيندو آهي. اهڙيءَ ريت جاندهه اٽي پيهڻ جي مشين (Floor Mill) طور ڪم ڪندي آهي، پر اڄڪلهه اٽي جي چڪين جي رواج عام ٿيڻ سبب ٿر ۽ ٻين ڪن ٿورن هنڌن ڪانسواءِ جاندهه جو واهپو گهٽجي ويو آهي.

سنڌ جي ثقافت ۾ گهر گهر ۾ جنڊ پيهڻ جو ڪم گهر جون عورتون ڪنديون هيون، جيڪو رواج هاڻي تقريباً ختم ٿي ويو آهي.

**جنڊيءَ جو هنر**: جنڊيءَ جو ڪم يا هنر، اسان جي گهريلو يا ديسي هنرن مان، مشهور ۽ فائديمند هنر آهي. هي هنر انسان ذات جي قديم هنرن مان هڪ آهي ۽ اڄ به پنهنجو خاص ۽ مٿاهون مقام رکي ٿو. جنڊيءَ جو هنر صدين جي سفر کان پوءِ به انهيءَ شروعاتي حالت ۾ رهيو آهي ۽ ڪا گهڻي ترقي نه ڪري سگهيو آهي. ٻين صوبن جي ڀيٽ ۾ سنڌ ۾ گهٽ همٿايو ويو آهي. وسيلن ۽ سرپرستيءَ سان هن هنر ۾ ڪجهه سڌارو آيو. پر وڌيڪ وسيلن ۽ سرڪاري سرپرستي سان معيار کي بهتر ڪري سگهجي ٿو. هن



هڪ واڍو جنڊيءَ جو ڪم ڪندي

هنر سان مٿا سٺا جي ناڻي ڪمائڻ ۾ ملڪي اقتصاديات کي چڱي مدد ملي سگهي ٿي. لفظ 'جنڊي' جنڊ مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي: چڪر ڪائيندڙ، ڦرندڙ ۽ اصطلاحاً ان کي جنڊي چئبو آهي. جيئن ته جنڊيءَ جي ڪم ۾ ڪاٺ کي گهڙي گول ڪري، اڏيءَ تي چاڙهي، هنرمنديءَ سان چڪرن ۾ آڻي، ان کي رنگي ۽ چٽي خوبصورت بنائبو آهي، ان ڪري ان کي 'جنڊيءَ جو هنر' سڏيو ويجي آهي.

جنڊيءَ جي هنر ۾ بنيادي طور جيڪو به خام مال ڪتب ايندو آهي، سو مقامي طور تي ملندو آهي.. ان لاءِ ڪنهن به شيءِ جي ٻاهران گهرائڻ جي ضرورت نه پوندي آهي. جنڊيءَ جي ڪم لاءِ گهربل خام مال: ڪاٺ، رنگ ۽ اوزار آهن: باقي ڪم هنرمند جي صلاحيت ۽ هنرمنديءَ واسطو رکي ٿو سنڌ ۾ گهربل ڪاٺ جي اڻاٺ نه آهي. ٻيلن مان گهربل ڪاٺ ضرورت موجب آسانيءَ سان حاصل ڪري سگهجي ٿو رنگ به هنرمند پنهنجو ملڪي پيداوار مان بنائين ٿا ۽ اوزار به پنهنجي ضرورت آهر پاڻ ئي ٺاهن يا ٺهرائين ٿا. اسان وٽ لوهه جي کوٽ به آهي، البت ترقي يافته ۽ سڌريل وسيلن کان ڪم وٺڻ لاءِ گهربل مشينري جهڙوڪ: آرا مشين ۽ جنڊيءَ جون مشينون وغيره به ملڪي انجنيئرنگ ورڪس وسيلي سولائي سان تيار ڪرائي سگهجن ٿيون.

جنڊيءَ جي ڪم ۾ ڪتب ايندڙ قديمي اوزارن ۾ واهولو آري، اڏي، ڪماني، نهون، رنبي، صلاح، ريگمال يا وارو پنو ڪاٺ جو ٻورو منجي يا صندلي، سياري ۽ لوهه جو گز اچي وڃن ٿا. هي اهي اوزار آهن، جيڪي ڪاٺ جي گهڙائيءَ يا جنڊيءَ تي چاڙهڻ جي ڪم اچن ٿا. جنڊيءَ تي ٻورائي خواهه رنگائي لاءِ بنيادي اهميت رکي ٿو ٻين لفظن ۾ ان کان سواءِ جنڊيءَ جي اڏي يا اڏيءَ جو مڪمل هئڻ تصور ئي نٿو ڪري سگهجي، ڇو ته اهو اوزار هٿن ۽ پيرن جي جهل لاءِ ڪتب اچي ٿو. اهو ڪچي لوهه جي مستطيل پٽيءَ جو ٺئي ٿو ۽ انچ سوا انچ کان وڌيڪ ويڪرو نٿو ٿئي. هن جي سري وٽان سوراخ ٿئي ٿو، جيڪو ڪاٺ جي ڪليءَ جي مٿان چڙهيل بوما چوٽيءَ ۾ اٽڪائي چڙهبو آهي ۽ ان جو ٻيو سرو اڏيءَ جي ڦٽيءَ تي رکبو آهي. جنڊيءَ ۾ ڪاٺ جي چلائي يا ٻورائي ۾ ڪتب اچن ٿا. ان کان پوءِ رنگائي جو ڪم ٿئي ٿو، جنهن لاءِ خاص طرح جا رنگ استعمال ڪيا وڃن ٿا. رنگائي کان پوءِ چٽساليءَ جو ڪم ٿئي ٿو، جنهن کي محاوري ۾ 'نقشي' چوندا آهن. اڏيءَ جي ڳنڍيل صورت هن طرح ٿئي ٿي.

(1) جنڊيءَ جي اڏي يا گهوڙي، (2) ڪاٺ جو گول ٽڪر اڏيءَ تي چڙهيل، (3) لوهه جي گزي يا گز جهل طور ڪتب ايندڙ، (4) ڪماني جيڪا ڪاٺ جي ٽڪر کي گول ڦيرائڻ يا چڪر ۾ رکڻ لاءِ ڪم اچي ٿي، (5) اڏيءَ جو ٻيو حصو چورس ڪلو هوندو آهي، جنهن ۾ سنبو يا لوهه جي ميخ لڳل ٿيندي آهي، (6) ڪاريگر جي صندلي يا منجي جيڪا گهٽو ڪري واڻ سان واٽيل ٿيندي آهي يا وري ڪاٺ جي ڦٽن يا پٽين سان ڍڪيل هوندي آهي، (7) ڪاريگر جي اوزارن جي پيتي.

اڏي يا گهوڙي هميشه ڪاريگر جي ڏائي پاسي کان هوندي آهي. اڏيءَ جي پير وٽان ڪاريگر جي صندلي يا منجي پيل هوندي آهي، اوزارن جي پيتي ڪاريگر پنهنجي سهولت آهر ڪاٻي يا ساڄي پاسي ڪان هٿ جي پهچ اندر رکندو آهي. ڪاريگر ڪم تي ويهڻ وقت هٿن ۽ پيرن کان هڪ ئي وقت ڪم وٺندو رهندو آهي، پر گز رکندو، چوريندو پوريندو آهي ۽ صلاح کي به هڪڙي پير جي آڱوٺي ۾ ڦهرين آڱر جي وٽي سان قابو رکندو ۽ چوريندو پوريندو آهي، ساڄي هٿ سان ڪماني هلائيندو آهي ۽ ڪاٻي هٿ سان ٻورائي ۽ رنگائيءَ جا اوزار استعمال ڪندو آهي.

جنڊي سازيءَ ۾ ڪاٺ کي رنگڻ لاءِ جيڪي رنگ استعمال ٿين ٿا سي خاص قسم جا ٿيندا آهن ۽ اهي ڪاريگر ئي لاک ۽ عام ڪپڙي جي خالص رنگن جي ملاوٽ سان، لاک ترڪيب هيٺ ٺاهيا ويندا آهن. وڏيءَ محنت ۽ مشقت سان لاپ ڏڏري، چنڊي چاٽي، ان ۾ گهربل رنگ جو مقرر وزن ملائي گرم ڪري ليئي وانگر بنايو ويندو آهي. پوءِ ان کي سنئينءَ سطح واري بنڊ تي پلٽي، وڏي وزندار ڪهاڙي جي پٺ سان تيستائين ٽپيندو رهبو آهي، جيستائين اهو چيز هالو ٿي معياري حد تائين سڪي نٿو وڃي.

جنڊيءَ جي ڪم کي ٽن دورن ۾ ورهائي سگهجي ٿو پهريون اوائلي، ٻيو ۽ ٽيون هلندڙ. اوائلي دور ۾ جنڊيءَ جو سادو ٻهريدار ڪم ٿيندو آهي،

جنهن ۾ مختلف رنگن سان رگيل رول جي مدد سان جنديءَ تي ڇهٽيل ڪاٺ جي گهڙيل يا پوريل ٽڪر تي سڌا ليڪا مختلف رنگن جا ڪڍي پوءِ ڪمانيءَ سان ڦيرن يا چڪرن ۾ آڻي، ان کي رڱائيءَ سان سوٽ جي وٽيءَ سان گهڪا ڏنا ويندا آهن. اهي ليڪا هڪ طرح جا پٽا بڻجي ويندا آهن ۽ مختلف رڱن جي ميلاپ ڪري اهي پٽا گڏجي ديده زيب ڏسڻ ۾ ايندا آهن. رنگن ذريعي ڪيترين ئي شيون رڱيون وڃن ٿيون. جهڙوڪ: اڳٺ راهٽيون، دال مڌيئڙا ۽ ڏويون وغيره. پر اڄڪلهه انهن ايترو رواج نه رهيو آهي. نئين دور ۾ نقاشي يا نقشي ڪم شروع ٿيو. پرجاميٽري واري نقشي جو ڪم، جيڪا پلڪار جي مدد سان ڊزائين ڪڍڻ ۽ هٿ سان چورس ناهڻ ۽ انهن ۾ سڌن ليڪن ۽ ٽپڪن سان ڊزائين بنائڻ جي صورت هئي. اڄ کان 50-60 سال اڳ ان قسم جي چٽساليءَ جو عروجي دور هو. ان جي خاص خوبي خاص رنگن جي ملاوٽ ۽ ڊزائين جي نفاست هئي. ماضي قريب ۾ اهڙي چٽساليءَ جو استاد ڪاريگر مرحوم غلام قادر ڍڪڻ سومرو ڪشمور ۾ ٿي گذريو آهي. جنهن جي ڪم جا نادر نمونا اڄ به سنڌ ۽ پنجاب جي وڏ گهراڻي امير ماڻهن جي گهرن ۾ محفوظ آهن. ڏڙي (ڪنڌڪوٽ) جا سندراڻي مير صاحبان ۽ روجهاڻ (راجنپور پنجاب) جا مزاري سردار ڳڻتي سگهجن ٿا.

**جنرل ڪارگل**: انگريز پنهنجي سئو سالا، حڪمرانيءَ دوران، ننڍي کنڊ جي جاگرافيءَ تي به اثر انداز ٿيا. هنن نوان شهر ٻڌائي انهن تي پنهنجا نالا رکيا. اهڙن شهرن ۾ جيڪب آباد، جيمس آباد، منٽگمري، فورٽ سنڊيمن ۽ لائل پور وغيره اچي وڃن ٿا. هنن ڪن خاص جاين جا نالا به پاڻ سان منسوب ڪيا. جهڙوڪ: مائونٽ ايورسٽ (دنيا جي وڏي ۾ وڏي جابلو چوٽي) ۽ مري هلس (ڪوهه مري)، ڪشمير جي اتر اوڀر واري علائقي ڪارگل جو نالو پڻ هڪ انگريز فوجي آفيسر ليفٽيننٽ جنرل ڪارگل پويان رکيل آهي. 1941ع ۾ جڏهن سورهيه بادشاهه پير صاحب پاڳاري کي بغاوت جي الزام ۾ سکر جي ڪليڪٽر سنڊي رڊلي ڊوکي سان گرفتار ڪري، پهرين لاهور ۽ پوءِ ناگپور جي جيلن ۾ بند ڪيو ته حرن جي تحريڪ زور ورتي وئي، 31 مئي 1942ع تي سنڌ جي ڪجهه ضلعن سکر، نوابشاهه، خيرپور رياست، حيدرآباد ۽ ٿرپارڪر جي ڪجهه حصن ۾ ننڍي کنڊ جي پهرين مارشل لا هڻي وئي، تڏهن جنرل رچرڊسن کي مارشل لاايڊمنسٽريٽر ۽ ليفٽيننٽ جنرل ڪارگل کي سنڌ جو ڊپٽي مارشل لا ايڊمنسٽريٽر بڻايو ويو، جنهن حرن ۽ سندن همدردن سان تمام گهڻي سختي ڪئي. سورهيه بادشاهه کي ناگپور جيل مان واپس ٻولهاڙي هوائي اڏي تي آڻي، سندس مٿان بغاوت جو درج ڪري اهو ڪيس سينٽرل جيل حيدرآباد ۾ هلائڻ ۽ آخرڪار مارچ 1943ع ۾ موت جي سزا ٻڌائڻ ۽ ان تي عمل ڪرائڻ واري سڄي عمل ۾ ڪارگل جو وڏو عمل دخل رهيو.

**جنرل لائبريري، ڪراچي**: هيءَ ڪراچيءَ جي سڀ کان پهرين عام لائبريري هئي، جيڪا 4 آڪٽوبر 1851ع ۾ ليڊيز ڪلب جي هڪ ڪمري ۾ قائم ڪئي وئي هئي، ڪمشنر سنڌ سر بارٽل فيئر هن لائبريءَ جي قيام ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. هن لائبريري ٿوري ئي عرصي ۾ وڏي مقبوليت حاصل ڪري ورتي. 1870ع تائين ان جي ميمبرن جو تعداد سون تائين پهچي چڪو هو هن لائبريءَ ۾ مقامي اخبارن ڪانسواءِ لنڊن جون 19 اخبارون به مطالعي لاءِ ملنديون هيون. هيءَ لائبريري اڄ به فريئر هال ۾ واقع آهي.

**جنسار**[1] **(سونارڪي وٽ)**: جنسار سونارڪو وکر يا وٽ آهي. سونارڪي ٻليءَ جي ڀرسان سونارن جي جنسار جي اُڪري (ڪرل) هوندي آهي. جنسار ٺاهڻ لاءِ ڪرل ۾ ٽوٽيو پيهي، ان ۾ ٽوٽئي جي مقدار جيترو نوشادر ۽ ٻيڻ جيترو شورو ملائي، پيهندا آهن. جنسار سون جي رنگ کي ڳوڙهو ڪندو آهي ۽ ان ۾ اصليت پيدا ڪندو آهي. جنسار ڦيٽ، ٽانڪي ۽ رڱ کي ختم ڪري ڇڏي ٿو. جنسار ۾ سونا زيور ٻوڙي ٽانڊن تي رکبا آهن ته جنسار سڙي ويندو آهي. جنسار سڙي وڃڻ ڪانپوءِ آڏي سون (اڌ سون) وارا زيور به آري سون (اصل سون) جهڙو ٿي پوندا آهن. جنسار، سون جي ٽانڪي کي اصل سون جي رنگ ۾ آڻڻ جي خاصيت رکي ٿو ۽ ان جا عيب لڪائي ٿو. سونارن وٽ جيڪڏهن جنسار نه هجي ته هوند زيورن مان ٽانڪي جو عيب لڪائي ئي نه سگهجي. سنڌ جي لوڪ شاعرن 'جنسار' کي حسن ۾ نکار پيدا ڪرڻ واري انداز ۾ ڳايو آهي، وٽن، جنسار جي معنيٰ ئي 'حسن' آهي.

**جنسار**[2] **(ڪتاب)**: سنڌ جي نامور اديب ۽ ڏاهي سياستدان، قاضي فيض محمد جو هيءَ ناول، آڪٽوبر 1956ع ۾ ڇپيو ۽ ان جو ٻيو ڇاپو سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت، حيدرآباد پاران محمد ابراهيم جويي ڇپائي پڌرو ڪيو. هن ڪتاب جي پهرئين ڪتاب جي پيش لفظ ۾ مقبول پٺيءَ هن ناول کي سنڌيءَ ۾ اُن وقت تائين لکيل سمورن اصلي ناولن جو صحيح معنيٰ ۾ 'سرتاج' سڏيندي لکيو آهي ته ورهاڱي کان پوءِ اهڙا تمام ٿورا ناول لکيا ويا آهن، جن سنڌي ادب ۾ کو خاص سڌارو يا واڌارو ڪيو هجي، هن ناول پڙهندي سنڌ جي اڳوڻي سڪئي ستابي دور وارا نظاري اکين اڳيان ترڀو اچن ٿا. ساڳئي وقت تصوير جو ٻيو رخ به نهايت نمايان ڏيکاريو ويو آهي ته ڪيئن نه هن سماجهي سرزمين جي بيڪس ۽ بيوس انسانن کي ظالم زميندار ۽ سندن چاڙتا ڏاڍ جي چڪيءَ ۾ پيڙهين ٿا. هن ناول ۾ قاضي صاحب سنڌ جي سماجهڙن ماڻهن جي اصلوڪي صورت پيش ڪري هن ملڪ جي سنجيده ۽ سمجهدار طبقي کي معاشرتي ۽ ذهني انقلاب آڻڻ لاءِ اثرائتي نموني دعوت فڪر ڏني آهي. قاضي صاحب هي تاريخي ناول قيد جي ڪوٺڙيءَ ۾ ڪاغذ جي ردي ٽڪرن، سگريٽ جي خالي پاڪيٽن وغيره تي لکي ٻاهر موڪليندو ويو، جنهن کي سهيڙي ڇپايو ويو ناول جي ابتدا ۾ قاضي صاحب ارپنا 'نذر' عنوان سان هن ريت ڏني آهي:




"منهنجي مٺڙي وطن سنڌ ۽ ان جي سماجهن، نماڻن، مظلوم ۽ معصوم سانگيئڙن جي قدمن ۾ هيءَ ناچيز نذرانو پيش ڪريان ٿو." هن ناول جي سنڌ جي اوائلي توڙي اڄ تائين لکيل ناولن ۾ وڏي اهميت حاصل آهي.

**جنگ** ²: ضلعي دادوءَ جي هڪ ديهه آهي. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:
پير ڏٽي بخش، بخشي جو واهڻ، درهه، پير الهبچايو، افضل پناڻ، علي بخش ٻبر، مينا ڳوٺ، جان محمد باهوٽو، پيارو قنبراڻي، امين آباد، احمد خان ٻبر، عرس حجام ڳوٺ، رمضان چانڊيو ۽ قاضي علي حيدر.

**جنگ** ³ (اخبار): اردو زبان جي مشهور اخبار روزانه 'جنگ'، نامياري صحافيءَ مير خليل الرحمان 1939ع ۾ دهليءَ کان شروع ڪئي. انهيءَ وقت جي لحاظ کان هيءَ اخبار برصغير جي آزاديءَ جي تحريڪ ۾ مسلمانن جي حقن لاءِ آواز اٿاريندي رهي ۽ مسلم ليگ جي ترجمان اخبار بڻجي وئي. 1947ع ۾ پاڪستان ٺهڻ بعد ڪراچيءَ کي پاڪستان جي گاديءَ جو هنڌ بڻايو ويو ته دهليءَ مان نڪرندڙ اخبارن- روزانه 'انجام' ۽ روزانه 'جنگ' جا دفتر به ڪراچيءَ منتقل ڪيا ويا. ان بعد روزانه 'جنگ' ۽ روزانه 'انجام' ۾ صحافتي مقابلو رهيو. صحافت ۾ جدت ۽ فني مهارت سان ڇپائيءَ سبب روزاني ڏان ۽ جنگ جي اشاعت ۾ تمام گهڻو اضافو ٿيو. هيءَ هر دؤر ۾ ملڪي ۽ بين الاقوامي معاملن، سياسي ۽ سماجي منظرنامي کي عوام آڏو آڻيندي رهي آهي.




1981ع ۾ روزاني 'جنگ' ڪمپيوٽرائيزڊ ڇپائيءَ جو آغاز ڪيو، جيڪو اردوءَ جي ترقيءَ توڙي پڙهندڙن جي دلچسپي وڌائڻ ۾ ڪارگر ثابت ٿيو. جنگ گروپ پاران فيبروري 1991ع کان لاهور، راولپنڊي ۽ ڪراچيءَ مان هڪ ئي وقت ڇپجندڙ انگريزي اخبار 'THE NEWS' جاري ڪئي وئي. ان کان سواءِ اردوءَ ۾ روزانه 'آواز' ۽ روزانه 'عوام'، جڏهن ته فيملي مئگزين 'اخبارِ جهان' ۽ هڪ مخزن 'ميگ' به شايع ٿيندو رهي ٿو.

مير خليل الرحمان جي وفات بعد سندس ننڍو فرزند مير شڪيل الرحمان جنگ گروپ جي سربراهي ڪري رهيو آهي. ناميارو صحافي محمود شام ڳچ عرصي تائين روزاني جنگ جو ايڊيٽر رهيو. پر تازو سيپٽمبر 2010ع ۾ هن اي. آر. واءِ گروپ جوائن ڪيو آهي. هن وقت اخبار جو ايگزيڪيوٽو ايڊيٽر مير جاويد الرحمان آهي، جڏهن ته گروپ چيف ايگزيڪيوٽو مير شڪيل الرحمان آهي. هن وقت 'جنگ' اخبار پاڪستاني صحافت ۾ اهم حيثيت رکي ٿي. هيءَ اخبار هڪ ئي وقت ڪراچي، ڪوئيٽا، لاهور، راولپنڊي ۽ ملتان کان سواءِ برطانيه جي گاديءَ واري شهر لنڊن مان به شايع ٿئي ٿي. جنگ گروپ پاران اليڪٽرانڪ ميڊيا ڏانهن وک وڌائيندي، 2002ع ڌاري هڪ نيوز چئنل 'جيو' شروع ڪيو ويو. جنهن کي پوءِ نيوز ۽ انٽرٽينمينٽ جي حصن ۾ ورهائي الڳ فريڪوئنسيءَ سان نشر ڪيو پيو وڃي، جڏهن ته اسپورٽس چئنل 'جيو سپر' ۽ نوجوانن لاءِ ميوزڪ چئنل 'آگ' به جنگ گروپ جي زير انتظام هلي رهيو آهي.

**جنگ جمل**: هيءَ مشهور جنگ، جمادي الآخر 36هه/ ڊسمبر 656ع ۾ بصري ويجهو حضرت علي عليه السّلام ۽ بيبي عائشه رضي الله تعاليٰ عنها جي وچ ۾ لڳي. حضرت عائشه رض سان گڏ حضرت طلحه رض ۽ حضرت زبير رض هئا. هيءَ 'جنگ جمل' ان ڪري سڏجي ٿي، جو حضرت عائشه رض عسڪر نالي هڪ اٺ تي سوار هئي. حضرت بيبي عائشه رض حج ڪانپوءِ مڪي معظم ۾ محرم الحرام جي عمري لاءِ ترسيل هئي ته اتي کين حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنه جي شهادت جو اطلاع مليو ۽ عمرو ڪري مديني ڏانهن اُسهيون ته واٽ تي کين خبر پئي ته حضرت علي ع کي خليفو چونڊيو ويو آهي ۽ مديني ۾ گوڙ ٿيو آهي. پاڻ هڪدم مڪي موٽيون ۽ ڪعبي ويجهو جوشيلي تقرير ۾ حضرت عثمان رض جي شهادت تي افسوس ظاهر ڪندي قاتلن کي جوڳي سزا جي گهر ڪيائون. *(الطبري، ج 1، ڀاڱو 6، ص 3098)* حضرت عثمان رض جي شهادت وارو سنگين واقعو نظر انداز ڪرڻ ڏکيو هو. ان ڪري اصلاحي مهم جو سوچيو ويو. مڪي جي گورنر عبدالله بن عامر، بصري ۽ يمن جي والين ۽ مروان بن حڪم، بيبي صاحبه رض جو ساٿ ڏنو. *(الطبري: ابن اثر)* ڪجهه حلقن اهو خيال پيدا ڪيو ته حضرت علي ع حضرت عثمان رض جي قاتلن سان نرميءَ سان پيش ايندو ۽ کين سزا نه ڏيندو، ان تي ڏڦيڙ ۽ چؤ پچؤ شروع ٿي وئي. امير معاويه، حضرت علي ع جي بيعت کان انڪار ڪيو ۽ ڪوفي وارن حضرت علي ع جي موڪليل عامل کي نه مڃيو. ڪن ٻين هنڌن تان به مخالفت جا آواز اٿيا. انهن حالتن ۾ حضرت بيبي عائشه رض، حضرت طلحه رض ۽ حضرت زبير رض جي اڳواڻيءَ ۾ ڪيترا ماڻهو اچي گڏ ٿيا ته هن جهيڙي کي ختم ڪري ۽ 'اصلاح احوال' جو ڪو قدم کڻجي ۽ حضرت عثمان رض جي شهادت جو به قصاص ونجي ته جيئن اڳتي ڪنهن خليفي کي قتل ڪرڻ جو رواج نه پوي. بهرحال طئي ٿيو ته مهم بصري کان شروع ڪجي. پوءِ ائين ڪن چواٽي هڪ هزار ۽ ڪن روايتن موجب ٽن هزارن تي مشتمل لشڪر مڪي کان بصري روانو ٿيو ان ڳالهه جو اطلاع جڏهن حضرت علي ع کي پهتو ته پاڻ انهيءَ مامري جي حل لاءِ ربيع الاول جي آخري تاريخ تي بصري رواني ٿيڻ جو فيصلو ڪيائون. الرّبذه جي مقام تي پهچي کين خبر پئي ته بيبي عائشه رض جي جماعت جنگ جي تياري ڪري بصري پهچي وئي آهي. بيبي صاحبه بصري جي شهرين آڏو پنهنجو مقصد بيان ڪيو. جنهن تي شهري ٻن گروهن ۾ ورهائجي ويا، هڪڙن حضرت علي ع جي مقرر ڪيل والي عثمان بن حنيف جي حمايت ڪئي، (جنهن بيبي عائشه رض جي مخالفت ڪرڻ بدران حضرت علي ع جي اچڻ جو انتظار ڪيو.) ٻين ماڻهن بيبي عائشه رض جي حمايت ڪئي ۽ انهن بصري کان ٽن ميلن جي پنڌ تي 'المربد' مقام تي پهچي ماڻهن کي پنهنجو حمايتي بنايو. 'المربد' 'دباغون' ۽ 'دارالرزق' وٽ ٻنهي ڌرين جي حامين ۾ ڪجهه جهڙپون ٿيون. حضرت علي ع ۽ بيبي عائشه رض چاهيو پئي ته ڪنهن طرح صلح ٿئي. نيٺ عارضي صلح ٿيو ته جيئن فيصلو ڪري سگهجي ته بصري ۾ حڪومت ڪنهن جي هٿ ۾ ڏجي، حالتون بدستور ڇڪتاڻ واريون رهيون. حضرت عائشه رض بابت روايت آهي ته هن پنهنجن حمايتين کي تاڪيد ڪيو ته ذاتي بچاءَ ڪانسواءِ ڪنهن تي به هٿ نه کڻن. حضرت علي ع جمادي الآخر جي وچ ڌاري بصري جي پسگرداڻيءَ ۾ پهچي ويو، ٻنهي ڌرين ۾ ڳالهين جي شروعات ٿي. حضرت علي ع، بيبي عائشه رض ۽ سندن جماعت چاهيو پئي ته صلح جي ڪا صورت نڪري. *(ڪامل، 3: 238)* صلح ٿيڻ تي ئي هو ته ڪن وچ وارن جنگ ڇيڙي وڌي. بيبي عائشه رض جي

لشڪر ۾ 30 هزار ۽ حضرت عليءَ جي لشڪر ۾ 20 هزار سپاهي هئا. وڙهندڙ ٽولن ۾ هڪ ئي خاندان جا فرد به شامل هئا. حضرت عائشهؓ اُٺ تي سوار هئي. جنهن کي محافظن گهيري ورتو هو. (المسعودي: مروج، 4: 315) جهڙپن دوران بيبي صاحبهؓ کي ٻانهن ۾ معمولي رهڙ آئي. حضرت طلحهؓ شهيد ٿي ويو. حضرت زبيرؓ حضرت عليءَ سان ڳالهيون ڪري ميدان جنگ مان ٻاهر نڪتو مس ته ڪن وڳوڙين ڪيس دغا سان شهيد ڪري ڇڏيو. حضرت عليءَ کي ڏاڍو صدمو رسيو. پاڻ جنگ ۾ ٻنهي ڌرين جي قتل ٿيل ماڻهن کي شهيد ۽ جنّتي سڏيائون. جنگ کان اڳ ٻنهي ڌرين جي وچ ۾ صلح جو ڳالهيون ڪامياب ٿيڻ واريون هيون، پر ڪن هنگامي بازن جنگ ڇيڙي وڌي ۽ اڳواڻ بيخبر رهيا. پوءِ به جنگ ۾ ڌرين پڙهو ڏياريو ته ڪو به پچندڙ جو پيچو نه ڪري، زخمين تي حملو نه ڪيو وڃي ۽ ڦرلٽ نه ڪئي وڃي. بيبي عائشهؓ جو اُٺ وچ ميدان ۾ هو. محافظ ۽ مخالف وڙهندا ۽ قتل ٿيندا رهيا. حضرت عليءَ محسوس ڪيو ته جيستائين اُٺ ميدان ۾ بيٺل هوندو ماڻهو وڙهندا رهندا. ان وچ ۾ ڪنهن اُٺ جي پيرن ۾ تلوار جا ڌڪ هنيا ۽ اُٺ پٽ تي ڇاتيءَ پر جهڪيو ۽ جنگ ختم ٿي وئي. جنگ ۾ ٻنهي ڌرين جي شهيد ٿيندڙن جي انگن اکرن ۾ اختلاف آهي، پر هزارن جي تعداد ۾ ماڻهو شهيد ٿيا. هيءَ جنگ 17 تاريخ 36 هه/ 11 ڊسمبر 656ع ۾ لڳي ۽ صبح کان شام تائين جاري رهي. جنگ ختم ٿيڻ کان پوءِ حضرت عليءَ بيبي عائشهؓ جي سڳي ڀاءُ حضرت محمد بن ابي بڪرؓ کي پنهنجي ڀيڻ بيبي عائشهؓ کي وڏيءَ عزت ۽ احترام سان وٺي اچڻ لاءِ موڪليو. جڏهن بيبي صاحبهؓ تشريف فرما ٿي ته حضرت عليءَ پاڻ اچي ساڻس مليو ۽ وڏيءَ عزت سان حضرت محمد بن ابي بڪرؓ سان گڏ بيبي صاحبه ۽ بصري جي چاليهن معزز عورتن کي مڪي روانو ڪيائين، جتان اهي پوءِ مديني منوره هليون ويون. حضرت عليءَ بصري ۾ ترسي سمورن جهيڙاڪن کي معافي ڏني ۽ بصري جي ماڻهن حضرت علي عليہ السّلام جي بيعت ڪئي.

**جنگ جو اعلان (ڪتاب):** هي ڪتاب جيڪب آباد جي انقلابي شاعر




اردو اترادي‌ءَ جي قومي گيتن تي مشتمل آهي. ڪتاب جو مهاڳ قومي دانشور عبدالواحد آريسر جو لکيل آهي، جڏهن ته ارپنا سائين جي. ايم. سيد جي نالي آهي. هن شعري مجموعي ۾ شاهه لطيف، فڪر سيد، سنڌ سان ٿيل زيادتيون، سنڌي ٻوليءَ ۽ مزاحمتي خيالن تي شاعري ڪيل آهي. ڊيمي سائيز جي 88 صفحن تي مشتمل هي 'ڪتابت' ڪيل ڪتاب، اپريل 1988ع ۾ جيئي سنڌ محاذ سکر پاران ڇپائي پڌرو ڪيو ويو.

**جُنگشاهي:** هي ٺٽي ضلعي جو اهم شهر آهي، جيڪو تاريخي ماڳ مڪليءَ جي ٽڪريءَ کان تقريباً 18 ڪلوميٽر اتر اولهه طرف آهي. هن شهر جي ڪل پڪيءَ لڳ ڀڳ 38 ميل آهي. هتي ريلوي اسٽيشن به آهي. هن شهر کان چار ڪلوميٽر اتر طرف تاريخي ۽ سياحتي ماڳ هاليجي ڍنڍ آهي. هاليجيءَ جي ڀرپاسي ۾ شيش محل ۽ جانورن جو باغ موجود آهي. هتي جي هيٺ ماڳن ۾ درسوريو، مليڏنو پير ۽ جنگشاهيءَ جون ٽڪريون به قابل ذڪر آهن. هتي انگريز دور ۾ هاليجي جي اتر پاسي هوائي اڏو ٺهرايو ويو هو. چوڻ ته ٻي مهاڀاري لڙائي هلي رهي هئي ته انگريزن پنهنجي دفاع لاءِ اهو هوائي اڏو ٺهرايو هو. جنهن کي هاڻي گرائونڊ جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو. هن شهر جي آبادي 30 هزارن جي لڳ ڀڳ آهي. شهر جي رهاڪن ۾ جوکيا، پليجا، منڇري، جاکرا، ڪشميري پنجن ذاتين جا ماڻهو شامل آهن. شهر کي يونين ڪائونسل جي هيڊ ڪوارٽر جي حيثيت حاصل آهي. جنگشاهي جي مٺائين ۾ 'بالوشاهي' گهڻي مشهور آهي.

جنگشاهيءَ جي سياسي سماجي ۽ ادبي شخصيتن ۾ رسول بخش پليجو، غلام قادر پليجو، حمزو خان پليجو، غلام مصطفيٰ جاکرو، محمد الياس جوکيو، علي محمد جوکيو قابل ذڪر آهن. هن شهر ۾ ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جا پرائمري، مڊل ۽ هاير سيڪنڊري اسڪول به موجود آهن.

**جنگل ڊائي:** تعلقي ڪشمور جي هڪ ديهه جو نالو آهي، جنهن ۾ 'مولاداد شر' ۽ 'باقر شر' ڳوٺ شامل آهن.

**جنگلي مير:** جنگلي مير بابت تحفة الڪرام ۾ مير علي شير قانع ٺٽوي لکي ٿو ته: "مير غروري ڪاشاني، مرزا باقيءَ جو همعصر ۽ معتبر سيد هو. هيءَ ڪاشان کان هجرت ڪري اچي ٺٽي ۾ مقيم ٿيو. مغل ۽ ترخان درٻارن سان وابسته رهيو. شعر نهايت اعليٰ درجي جو چوندو هو. شعر جو ديوان ۽ ڪي ٿوريون مثنويون ڇپيل اٿس. ڪيس ٻه پٽ مير محمد منعم ۽ مير جنگلي نالي هئا، جن مان مير محمد منعم شاهجهان جي دور ۾ ساڳيو پيءُ وارو عهدو ماڻيو. اهو شاعر ۽ صاحب ديوان هو ۽ 'حسيني' سندس تخلص هو. مير جنگلي پنهنجي پيءُ ۽ ڀاءُ وانگر عالم، فاضل ۽ شاعر هو. پر افسوس سندس شعر ناياب ٿي چڪا آهن. مير جنگليءَ جو اولاد شاهي درٻارن سان منسلڪ هو."

**جنگ مياڻي (ڪتاب):** 'جنگ مياڻي' ڪتاب قادر بخش نظاماڻيءَ جو لکيل آهي. نظاماڻي صاحب ڪتاب ۾ ڪن تاريخي غلط بيانين جو پردو چاڪ ڪري، حقيقتن کان واقف ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، جيڪي ميرن جي زوال جو سبب بڻيون. هن ڪتاب ۾ ليکڪ انگريزن بابت لکي ٿو ته "انگريزن گهڻو عرصو اڳ ڳوڙهي سوچ ۽ ويچار کان پوءِ سنڌ تي قبضو ڪري، ان کي پنهنجي هٿ هيٺ آڻڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيو هو ته ان مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ هنن خاموشيءَ سان مختلف بهانن سان سنڌ جي چپي چپي جي سروي پئي ڪئي ۽ مير حڪمرانن جي وزيرن ۽ ٻين درٻارين کي ڳجهه




ڳوهه ۾ رشوتون ڏئي پاڻ سان ملائي، انهن جي ئي معرفت ميرن کي خوفزده ڪندا رهيا ته انگريز نهايت طاقتور آهي. ان سان وڙهڻ جو خيال ڪرڻ به اجايو آهي. اهڙيءَ طرح نفاق جو ٻج ڇٽي جنگ لاءِ باقاعدي فضا پيدا ڪئي ويئي. ڪتاب جي 'تمهيد' شمس العلماءَ ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽي صاحب جي

لکيل آهي. جڏهن ته ڪتاب جي مسودي جي نظرثاني سيد حسام الدين شاهه راشدي صاحب ڪئي آهي. ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1947ع ۾ ۽ ٻيو ڇاپو 2004ع ۾ شايع ٿيو. 80 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 50 روپيا آهي. هن ڪتاب کي گلشن پبليڪيشن ڇاپيو آهي.

**جنگناما (ڪتاب)**: ڪتاب ’جنگناما‘ سنڌ جي نامور اديب، عالم، محقق ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جو ترتيب ڏنل آهي، جنهن ۾ سنڌ جي آڳاٽي دؤر ۽ مختلف قبيلن جي حڪومتي دورن ۾ ٿيل جنگين ۽ معرڪن جو ذڪر موجود آهي. ڪتاب ۾ ڏهه باب ۽ ٻه ضميما شامل آهن. ڪتاب جو مهاڳ ۽ مقدمو به ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جو لکيل آهي، سنڌي ادبي بورڊ پاران 2007ع ۾ ڊيمي سائيز جو ڪتاب 538 صفحن تي مشتمل آهي. پڪي جلد سان هن ڪتاب جي قيمت 230 روپيا آهي.




**جنگني**: هيءُ وڻ پندرهن کان سترهن ميٽر ڊگهو ٿيندو آهي ۽ سنڌ ۾ ڪن خاص هنڌن تي ٿئي ٿو. هن جو ٿڙ سڌو گولائي ڏيڍ ميٽر کان پوڻا ٻه ميٽر ٿيندي آهي. هن جو چوڏو ڀوري رنگ جو ٿئي ٿو. پوهه يا مانگهه جي مهينن ۾ هن وڻ جا پن ڪرڻ شروع ٿين ٿا. هن جي ٽارين ۾ ٽورا پن لڳندا آهن. هن وڻ جو ميوو پچڻ کان پوءِ ڳاڙهو ٿي ويندو آهي. جنهن جي ڪل مان رنگ به ڪڍيو ويندو آهي. هن کي سنسڪرت ۾ ’جنگني‘، ’اجاشرنگي‘، هنديءَ ۾ ’جنگن ڪشمل‘، گجراتيءَ ۾ ’شيمبت‘ ۽ پنجابيءَ ۾ ’سڪالي سنبل‘ چيو وڃي ٿو.

**جنگوارڙو**: تعلقي ميرواهه جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

زوار نجف علي، الاهي بخش لاشاري، باگو ڪبر، پيو جعفر شاهه، موليڏنو پٽي، هيراپوري، ملان چنيسر، محمود خاصخيلي، رئيس غلام حيدر، مکڻ لاشاري ۽ آيو پٽي.

**جنگواٽي**: ڪوسن جي هڪ قبيلي جو نالو ’جنگواٽي‘ آهي. هي جنگو خان جو اولاد آهن. ڳوٺ جنگو خان ڪوسي ’ضلعي جيڪب آباد‘ ۾ جنگي خان اٽڪل ٻه سئو سال اڳ هڪ ٽن قبن واري مسجد تعمير ڪرائي هئي. جيڪا اڄ به هڪ فن تعمير جو عاليشان شاهڪار آهي. جنهن ۾ اٽڪل ڏهه هزار نمازي هڪ ئي وقت نماز پڙهي سگهن ٿا.

جنگواٽي، جمالين جو هڪ پاڙو به آهي.

**جنگواٽي جمالين جا قبا**: هن ناليوارو قبرستان ديهه ڪنڌاٽي، تپي ٽنڊي رحيم، تعلقي جوهي ضلعي دادوءَ ۾ آهي. هيءُ قبرستان 16 ايڪڙن ۾ ڦهليل آهي. قبرستان ۾ ڪيترن ئي قسمن جون رانڪون ٺهيل آهن. هيءُ قبرستان ٽئن هليلي جي ڪنڌيءَ تي آهي. مقبرن ۾ اندر آبي چٽ گهٽو ملي ٿو. اهو چٽ اندر پٽين تي ڪيترن ئي نمونن جو آهي. هتي رانڪن جا ٻه ميڙ آهن. جيڪي هڪ ٻئي کي ويجهو آهن. ڪجهه مقبرا اڻپورا آهن، جو لتل نه آهن. اڏاوتن جو نمونو ڪاڇي ۾ موجود مقبرن جهڙو آهي. هن جي ويجهوئي جنگي جماليءَ جو قبرستان آهي. اهو به ديهه ڪنڌاٽي تپي ٽنڊي رحيم خان ۾ آهي. هن قبرستان کان وڏيڪ اوچائيءَ تي ۽ ٿورو اولهه پاسي گهڙيل پٿرن مان ٺهيل هڪ چٽي آهي، جنهن جي سرڪيل ڇت (Trabeated) ان پٿر جي پيل پاون تي اڏيل آهي. سڄي ڪاڇي (ضلعي دادوءَ) ۾ شايد هيءَ واحد چٽي آهي، جا هيئنر تائين سالم آهي. چون ٿا ته هن چٽيءَ هيٺان اسماعيل فقير مدفون آهي. هيءُ جنگواٽين جمالين جو قبرستان آهي.

**جنگو جماليءَ جو قبو**: ڪلهوڙن جي دؤر جو هيءُ مقبرو ٽنڊي رحيم خان کان 3- 4 ڪلوميٽر اتر ۾ هليلي جي قبرستان ۾ موجود آهي. جنگو جمالي پنهنجي دور جو دلير مڙس هو هن جون ٻلي سان جنگيون مشهور آهن، جيڪي لوڪ روايتن ۾ آيل آهن. سندس مقبرو گج ۽ گل گاري سان ٺهيل آهي. مقبري جي اڏاوت اعليٰ نموني جي آهي. اهڙا ٻيا قبا الهياراڻي قبرستان ۽ ميان نصير محمد جي قبرستان ۾ به آهن. جنگو جمالي ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي طرفان ٽنڊي رحيم واري لڪ جو نگهدار هو. ’جنگناما‘ ڪتاب ۾ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جنگي جماليءَ جو ذڪر ڪيو آهي.

**جنگو خان جمالي**: ڪلهوڙن جي زماني ۾ ’جنگو خان جمالي‘ هڪ بهادر شخص ۽ ’ميان وال تحريڪ‘ جو اڳواڻ ٿي گذريو آهي. جنگو جمالي نالي ڳوٺ جوهيءَ جي ڏکڻ ۾ اٽڪل هڪ ڪلوميٽر جي مفاصلي تي اڄ به موجود آهي. جنگو جماليءَ جون پنهنجي ڳوٺ کان بکر شهيد تائين جاگيرون هيون. جوهيءَ جي ڪوسن شورش برپا ڪئي ته ميان نصير محمد جي هدايت تي ڪوسن جي قبيلي کي مات ڏيڻ لاءِ ساڻن جنگيون ڪيائين. هن جي وڙهيل لڙاين ۽ خانا جنگين دوران هڪ محاورو عام ٿيو ته ”چڙ جوهي، وڄ لوهي“. ان محاوري بنيادي طرح ڪوسن جي قبيلن جي زور واري زماني ۾ جنم ورتو. ان سان گڏ ان محاوري به جنم ورتو ته، ”منهنجون ٻانهون به ڪي ڪوسن ڪپيون آهن ڇا!“. ڪوسا نهايت ويڙهاڪ ۽ سرڪش هئا. سندس دهشت علائقي ۾ پکڙيل هئي. ميان نصير محمد جي هدايت تي جنگو خان سندن خلاف تلوار آزمائي ڪئي. ڪن روايتن مان معلوم ٿئي ٿو ته، جوهيءَ جي پياري ڪوسي ميان نصير محمد سان بغاوت ڪئي، جنهن کي سيکت ڏيڻ لاءِ ميان نصير محمد جنگو خان جماليءَ کي هدايت ڪئي. گاجي شاهه جي وفات کان فورن بعد ميان نصير محمد ڪلهوڙي لوهيءَ جي لڪ سنڀالڻ لاءِ جنگو خان جمالي کي هدايت ڪئي. بروهين جي بار بار حملن ۽ ٻين خطرن کي منهن ڏيڻ لاءِ جنگو خان جمالي پنهنجو اصلوڪو ڳوٺ ’جنگو خان‘ ڇڏي ’ٽئن هليليءَ‘ جي ڪناري نئون ڳوٺ ٻڌي ويٺو جو تڏهوڪي زماني ۾ ڳوٺ ’هليلي‘ ۽ هاڻ ڳوٺ ’مراد خان جنگواٽي‘ جي نالي سان قائم آهي. ڪائي ماٽري (سيوهڻ) ۾ مقيم ٻلي ڪوسي جون ڪارروايون ان زماني ۾ وڌي ويون هيون. سندن اهڙين سرگرمين کي روڪڻ جو ڪم ميان نصير محمد ڪلهوڙي، جنگو خان جمالي کي سونپيو. ٻلي ڪوسي کي مات ڏيڻ لاءِ جنگو خان جماليءَ ست راڄ گڏ ڪري ساڻس لڙائي ڪئي، جن ۾ لنڊ، لغاري، شاهاڻي، بروهي ۽ ٻيا قبيلا شامل هئا. جنگو خان جمالي ست راڄ گڏ ڪري ٻلي ڪوسي تي سندس ڳوٺ (ٻلي جي ٻني) تي حملو ڪري، سخت لڙائي ڪئي. لڙائي ۾ ٻلو ڪوسو مارجي ويو. ٻلي ڪوسي جي

مارجڻ بعد تر ۾ ناپر آئي. جنگي خان جو اثر رسوخ سڄي علائقي ۾ وڌي ويو. ڪاڇي ڪان علاوه لوهيءَ جي جابلو علائقن تائين سندس سرداريءَ جو سڪو ڦهلجي ويو. جنگي خان 94- 1693ع ڌاري وفات ڪئي. سندس آخري آرامگاهه نئين هليليءَ جي ڪناري تي ٽڪريءَ مٿان آهي. اهو قبرستان پڻ سندس نالي سان تر ۾ مشهور آهي. سندس نالي سان ڳوٺ ’جنگو خان جمالي‘ اڄ به قائم آهي.

**جنگ ۽ جنگ ناما:** جنگ جي معنيٰ فقط حاڪمن واري جنگ نه آهي، پر ان جو مفهوم وڌيڪ وسيع آهي. يعني ڪن ٻه ٻن ڌرين، قبيلن، راڄن، راڄدارن، سردارن، حاڪمن ۽ حڪومتن جي وچ ۾، جيڪي مرڻ مارڻ وارا جهيڙا، جهڳڙا، معرڪا، مقابلا، حملا ۽ لڙايون ٿين ٿيون، سي سڀ عام اصطلاح ۾ ’جنگين‘ ۾ شمار ٿين ٿا. جنگ کي ’ڪيڏارو‘ به چيو ويو آهي پر ڪيڏاري ۾ ٻيا مفهوم به سمايل آهن. جهڙوڪ: جنگين ۾ جن سورهين سوڀ ماڻي يا سر ڏنو، تن جي ساراهه ۾ بيت چيا ويا، آلاپيا ويا. ان کي جنگ جو سر يا ڪيڏارو سڏيو ويو. وقت گذرڻ سان ڪيڏاري سر ۾ راڳ ڪيڏارو اسريو. اهڙيءَ طرح ڪيڏارو ٽن معنائن ۾ استعمال ٿئي ٿو. يعني: ’جنگ‘، ’جنگ جو سر‘ ۽ ’راڳ ڪيڏارو‘.

جنگ نامو معنيٰ جنگ جو منظوم بيان. سنڌي جنگنامن جي روايت ۾ دودي چنيسر جي ڳالهه سڀ کان پهريون ۽ وڏو جنگنامو آهي. جنگين جي سببن صلح جي شرطن، مخالف ڌرين جي واعدن، انجامن، مڙسن جي قولن، ڪلامن، سورهين جي ساراهن، ڪانئرن جي ڪچاين، ويرن ۽ ويڙهن، مهڻن ۽ ميارن ۾ سنڌ جي سماجي قدرن جو عڪس نمايان طور نظر اچي ٿو. مقابلي لاءِ ڌرين جي تيارين ۽ هٿيارن، ميدان ۾ صفن ۽ حملن، سورهين جي سٽن ۽ جلهن مان جنگ جا سما چٽا ٿين ٿا.

**جنگنامن جي تاريخ:** سومرن ۽ سمن جي دور کان انگريزن جي دور تائين ڌري گهٽ ڇهين صديءَ واري عرصي جا ڪي اهڙا تاريخي ثاٽا ۽ اهڃاڻ جنگنامن جي روايتن ۾ ملن ٿا، جيڪي لکيل تاريخن ۾ گهٽ ملن ٿا.

سمن سومرن کان حڪومت ورتي، چنن جي حڪومت ۾ چنا عورتن جي معاملن ۾ هڪ ٻئي سان وڙهيا، سندن ڪوريجن سان سڱ تي تڪرار ٿيو ۽ ڄگي نالي چني جي سردار ڪوريجي ڄام کي ماريو. ماڇين جي سرداريءَ ۾ ڪوريجن، چنن تي ڪاهه ڪئي ۽ ڪين قتل ڪيو. ارغونن جي حڪومت ۾ شاه حسن ارغون هلان ڪري سمن کان حڪومت هٿ ڪئي. ترخانن جي حڪومت ۾ سما ترخانن جا زيردست ٿي رهيا وغيره.

**جنگ جو نظريو:** انساني سماج ۾ جنگين جهيڙن بابت سنڌ جي دانائن جو نظريو آفاقي رهيو آهي. يعني: انسان جهڳڙالو پيدا ٿيو آهي ۽ جهيڙا جنگيون انسان جي سرشت ۾ سمايل آهن. جنگ هڪ وڏو طوفان آهي، جيڪو وڏا وڻ پاڙئون پٽي ڇڏي ٿو. جنگ هڪ وڏي باهه آهي، جيڪا جهر جهنگ ساڙي ڇڏي ٿي.

سنڌ جي سماجي قدرن موجب هيڻن ۽ بيواهن جي حمايت ۾ ڏاڍائي ڪندڙن سان جنگ ڪرڻ بهادر انسانن جو ڪم آهي، جيڪي راڄدار هيڻن راڄن پاران وڙهي سر ڏين ۽ راڄ سام يا سرڻ، پناهه سنڌ جو قديمي رواج آهي. سامون ۽ سرڻيون جهلڻ ۽ سر ڏيڻ سورهين جو شان آهي، ماضيءَ ۾ سنڌ ۾ ’سام جهلڻ‘ وارو نيڪ عمل سماج ۾ عام مروج هو. سنڌ ۾ ڪي جنگيون سام جهلڻ تان به ٿيون آهن.

اڳي جڏهن صلح ۽ فيصلي ڪان ڳالهه مٿي چڙهي ويندي هئي ته جنگ جو فيصلو ڪيو ويندو هو. هڪ ٻئي کي ٻولائي جنگ جي تاريخ مقرر ڪندا هئا. هر ڌر پنهنجن راڄن ۽ طرفدارن کي جاڻ ڏئي مدد لاءِ سڏيندي هئي. تياريءَ وقت پيريون پيڪنديون هيون، چڙهي هلندا هئا ته دهل ڌماما، نغارا وڄندا هئا. وڏا لشڪر ’جنگ نماز‘ پڙهي چڙهندا هئا. شروع واري تياريءَ کان وٺي جنگ ٿيڻ تائين لشڪر کي سنو ڪاڏو ڪارائيندا هئا. جنگ جا جهونجهار لشڪري هڪبئي کي اچي ويجها ٿيندا هئا ته دهل نغارا وڄائي جاڻ ڏيندا هئا. مقرر ميدان بدران ڪٿي ڪا هڪ ڌر حملو ڪري ڪاهي ايندي هئي ته ٻي ڌر وارا آڏو مورچا ناهي ويهندا هئا. دشمن ڌر جي جنگي تياري يا لشڪر جي چڙهائيءَ جي جاچ لاءِ اڳوات جاسوس اماڻيندا هئا، جيڪي پنهنجي فن ۾ نهايت هوشيار هوندا هئا. جنگ شروع ٿيڻ کان اڳ هر ڌر طرفان ڪو جوان اچي سامهون پنهنجي طرف کان ’جنگ جو جهنڊو‘ کوڙيندو هو. جنگ جا خاص نعرا ۽ اڳواڻ مقرر هوندا هئا. مياڻيءَ جي جنگ جو نعرو مير شهداد خان ٽالپر ڪديو: ”جنگ ڪري سون، سنڌ نه ڏيسون“ دو- آبي (دُٻي) جي جنگ جو نعرو، هوش محمد شيديءَ نعرو هنيو هو ته: ”مَرويسون، پر سنڌ نه ڏيسون“.

**جنگي سازو سامان:** هٿيارن ۾ ننڍا، ڀالا، هاسا، سڪيلا، ڪيڙيون ۽ چڪرا ترارون ۽ بندوقون (جامڪيون، شش ڪانيون) اچي ٿي ويون. سنڌ ۾ صدين کان وٺي جنگ جيئن ته ترارن سان ٿيندي هئي، انهيءَ ڪري لوڪ رزميه انسانن ۾ به ترارين جو ذڪر وڌيڪ آهي ۽ ان سان گڏ ترار جي مياڻ ۽ ڦقنا (منئي) ڪانسواءِ ترارن جا قسم: ٽڙڳ، سيفون، تيغون، سانگيون، ڪرماٽيون، اصفهانيون، ڪوميون، سرواهيون، همليون، اورايون، ڇڳاريون، رپيريون، سونهريون وغيره جنگي هٿيارن ۾ شامل هئا.

**جنگجو جوانن جا نالا:** جنگجو جوانن کي هيٺين نالن سان سڃاتو ويندو هو. ارڏا، اٿموٺ، ڪونڌ، ڪونڌر، ونڪا ۽ باڏڪا، طريل طرا، ڇگيرِ، ڇگيرا، انگيرا ۽ اٽيارا، اٽي پوشا ۽ اڻ جهل، ڪويا ۽ ڪنڌار، مانجهي ۽ پنهي ۽ آيڏ ۽ ساٺهه، سيگرءَ ڏگ ۽ رڏ، جونجهار، ڏؤنسيدار، ميلهي ڪار ۽ پرڏر، جوڌا، ڌهيسر ادائي ونگ ورتهه ۽ چوڙي پٽ، پاونگ ۽ اٽاگيل، ڪڙها ۽ سارڌو، سائو ۽ ساهو پنجاهيا ۽ احدي، ميراٺي ۽ مهائين وغيره.

**جن لوهي/ جن ميري واهي:** ڪيرٿر جي اولهه طرف جبل جي پيرن ۾ 25 فٽ اوچي ۽ اتر ڏکڻ رخ ۾ بيٺل بنيءَ تي ڪافي ٽڪرائو پڪڙيل آهي، ان کي ’ميري‘ چون ٿا. هيءَ ماڳ ’ڳوٺ واڻ بارڻ‘ وٽان اوپر ڏانهن وڃبو ته ڪجهه فاصلي تي ڪيرٿر جي پاڙ وٽ چشمو آهي، جيڪو ڏاڍو لڪل آهي ۽ ان ۾ هينئر پاڻي بيٺل آهي. چشمي جي مٿان ۽ اڳيان هڪ مخروطي ٽڪري آهي، جنهن تي قديم زماني جي جاين جي رهت ۽ ٺڪرائو نظر اچي ٿو هيءَ ٽڪري چشمي جي ڪپ تي اهڙيءَ ريت ڏسڻ ۾ اچي ٿي، جڻ ته پاڻيءَ جي پرگهور لاءِ ڪا چيڪ پوسٽ يا واچ ٽاور ٺهيل هجي. چشمي جا ڀڳل ۽ ڪُڏنگا ڪپر ۽ ان جي ڳجهي بيهڪ جي ڪري شايد هن چشمي کي ”جن وارو چشمو“ ڪري ڪوٺين ٿا. هتي مال جا ڌڻ ۽ ڏنار اڪثر موجود

هوندا آهن. ٿي سگهي ٿو تہ هيءَ ماڳ تاريخ جي دور کان اڳ جو هجي. ٽڪريءَ جي کوٽائيءَ مان وڏيڪ ڄاڻ بہ ملي سگهي ٿي. اهو بہ ممڪن آهي تہ هن جي آسپاس ۾ ڪي ٻيا بہ آثار هجن. هن کي "جن واهي" ان ڪري چون ٿا جو مقامي ماڻهن جو چوڻ آهي تہ هن واهيءَ ۾ جن هوندا هئا. هن واهيءَ جو پاڻي وهندڙ ۽ مٺو آهي، ان جي ڪنڌيءَ سان جهنگلي گل ٻوٽا ججهي تعداد ۾ ٿين ٿا. هن ٽنيءَ تي تاريخ کان آڳاٽو ٺڪرائو پکڙيو پيو آهي. هتي پٿري بلاڪن سان اڏاوتن جا نشان بہ ملن ٿا. پر ڳوٺ وليءَ داد گبول جا ماڻهو اهي بلاڪ هتان کڻي ويا آهن ۽ ويجهي نوان گهر اڏيا اٿن.

**جنم (ڪتاب):** هن ڪتاب ۾ سال 1992ع ۾ مختلف ليکڪن جي ڇپيل ڪهاڻين مان چونڊ ڪيل ڪهاڻيون شامل آهن. ناميارو ڪهاڻيڪار زيب سنڌي ۽ تاج جويو هن ڪتاب کي گڏجي سهيڙيو ۽ گڏيل مهاڳ لکيو آهي. هن ڪتاب ۾ امر جليل، نجم عباسي، اياز قادري، غلام نبي مغل، رزاق مهر، طارق عالم ۽ شگفتہ شاهہ کان سواءِ 32 پراڻن ۽ نون ليکڪن جون ڪهاڻيون شامل آهن. ڊائجيسٽ سائيز ۾ 208 صفحن جو هيءُ ڪتاب 1993ع ۾ ڇپيو، جنهن جي ڪچي جلد جي قيمت 20 روپيا ۽ پڪي جلد سان 40 روپيا آهي. روزاني 'عبرت' جي اداري عبرت بُوڪ ڪلب جو هيءُ پهريون ڪتاب هو.




**جنم جنم جي جيت اياز (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب سنڌ جي ناميارو ليکڪ ڊاڪٽر انور فگار هڪڙي جو لکيل آهي. ليکڪ شيخ اياز جي ننڍپڻ توڙي سندس گهراڻي جي تاريخ بابت هڪ دلچسپ ۽ اهم ڪوجنا ڪئي آهي، پر ان سان گڏ شڪارپور جي ان وقت جي ماحول جي گهڻ پاسائين تاريخ کي بيان ڪيو آهي. اياز جي جيون ڪٿا جا مختلف رخ هن ڪتاب ۾ موجود آهن. هن ڪتاب ۾ ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي، امداد حسيني، سحر امداد، ڊاڪٽر قاسم ٻگهيي ۽ ٻين جا رايا بہ شامل آهن. هن ڪتاب جي آخري صفحن تي شيخ اياز جو سوانحي خاڪو شيخ اياز ادب جي دنيا ۾ ۽ شيخ اياز جا شايع ٿيل ڪتاب جهڙا ليک موجود آهن. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1999ع ۾ شايع ٿيو 128 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 50 روپيا آهي. هن ڪتاب کي گنج بخش ڪتاب گهر ڇپائي پڌرو ڪيو.




**جن مسجد:** مڪي مڪرم جي هڪ مشهور شاهراهہ حجون تي جنت المعليٰ قبرستان جي پرسان 'جن مسجد' واقع آهي. مسجد جنت المعليٰ جي قبرستان جي مين گيٽ سان آهي. هن مسجد جا ٻہ ٻيا نالا بہ آهن. (1) مسجد بيعت، (2) مسجد حرس. مسجد جن بابت روايت آهي تہ اُن مقام تي جنن حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ حاضر ٿي دين اسلام قبول ڪيو هو ۽ سرڪار دو عالم جي هٿ مبارڪ تي بيعت ڪئي هئي. پهرين هيءَ مقام ڪليل ميدان هو هيءَ اهوئي مقام آهي، جتي سورة جن نازل ٿي. هن وقت هتي هڪ شاهي مسجد جوڙيل آهي. جنهن جي فرش، ڀتين ۽ ڇت تي تمام سهڻيون ٽائيلون لڳل آهن. هن مسجد جي ڪل پکيڙ 600 ميٽر هم چورس آهي.

**جنوري** (January): جارجيا ڪئلينڊر مطابق، جنوري سال جو پهريون مهينو آهي، جيڪو سال جي ستن مهينن وانگر 31 ڏينهن تي مشتمل هوندو آهي. سال جي پهرئين مهيني جو پهريون ڏينهن 'نئين سال جي ڏينهن' (New Year's Day) طور سڄي دنيا ۾ ملهايو وڃي ٿو. رومن جو اهو چوڻ آهي تہ جنوري لفظ جانوس (Janous) مان ورتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي: 'دروازو کولڻ وارو ديوتا'. جنوري بہ جيئن تہ سال جو دروازو کولي ٿي، ان ڪري چيو وڃي ٿو تہ 713ق.م ڌاري روم جي بادشاهہ نوما پومپليس (Numa Pompilius) جنوري ۽ فيبروريءَ جا مهينا ڪئلينڊر ۾ وڌايا ۽ ڪئلينڊر واري سال کي 365 ڏينهن تي مشتمل ڪيو.

جارجيا ڪئلينڊر مطابق سال جا ٻہ مهينا جنوري ۽ آڪٽوبر مهيني جي ساڳئي ڏينهن سان شروعات ڪن ٿا ۽ ساڳئي ڏينهن تي مهيني جي پڄاڻيءَ تي پهچن ٿا. عام طور جنوري مهيني جو آخري ڏينهن ۽ فيبروري ۽ آڪٽوبر جو آخري ڏينهن ساڳيو هوندو آهي. اهڙيءَ طرح اپريل ۽ جولاءِ ٻڻ مهيني جي ساڳين ڏينهن کان شروعات ڪن ٿا.

**جنهاڻ**[1]: تعلقي ڏهرڪي جي هڪ ديهہ. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

محمود مبارڪ، رسول بخش بليدي، ميوو پنيرو، ملوڪ گوگيج، سهتو چانديو، عاشق علي خواجہ، احمد دين پنجابي، نبن خان چانديو، ولي محمد نوهڙي، گهمون مينگهواڙ ۽ مولي ڏنو چانديو.

**جنهاڻ**[2]: ضلعي ٿرپارڪر جي تعلقي مٺيءَ جو هي اهم ڳوٺ قديم هاڪڙي جي ڪنڌيءَ تي، مهراڻي واري علائقي ۾ آباد آهي. جنهن جي آدمشماري چئن کان پنج هزار ٿيندي. چيو وڃي ٿو تہ جنهاڻ بہ هن علائقي جي ٻين پڙن- فضل الله جي پڙي، سائيناداد پڙي ۽ مشهور تاريخي ماڳ نُهٽي وانگر هڪ پڙو هو جنهاڻ ڳوٺ اڳوڻي ٿرپارڪر مان ورهائجي ڌار ٿيل ٽن ضلعن- ٿرپارڪر، عمرڪوٽ ۽ ميرپورخاص جي ميلاپ واري هنڌ تي موجود آهي. جنهن ۾ هن وقت گهڻي ڀاڱي جوڻيجا ذات جا ماڻهو رهن ٿا، جڏهن تہ اڳي ميگهواڙ ۽ ٻيون ذاتيون بہ هتي رهنديون هيون. پر هاڻي محاورتاً هي ڳوٺ "جوڻيجن واري جنهاڻ" بہ سڏجي ٿو سنڌ جي نامور اديب، ڪهاڻيڪار ۽ ڊراما نگار عبدالقادر جوڻيجي جو هي اباڻو ڳوٺ آهي.

**جنهاڻ سومرو:** جنهاڻ سومرو ٽنڊي محمد خان ضلعي جو اهم ڳوٺ آهي. هن ڳوٺ جي آبادي اٽڪل ڏهہ هزار آهي. هيءُ ڳوٺ ديهہ جو وڏي ۾ وڏو ڳوٺ آهي. هتي اڪثريت سومرن جي آهي ۽ پر پاسي ۾ سما، سيد، ميگهواڙ، ڪولهي، مهاڻا، رند وغيره ويٺل آهن. هن ڳوٺ ۾ ٽي ديني مدرسا، ٻہ پرائمري اسڪول، ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ هڪ هاءِ اسڪول موجود آهي. هتي هڪ رورل اسپتال بہ آهي. هتان جا اڪثر ماڻهو ديندار آهن.

عورتون بہ قرآن پاڪ جون حافظياڻيون ۽ عالم آهن. سنڌ جو عوامي شاعر ابراهيم منشي بہ هن ڳوٺ جو هو. علي محمد ’سپاهي‘ سومرو بہ هتي جو شاعر هو. جنهن کي منشي ابراهيم پنهنجو استاد مڃيندو هو. منشي ابراهيم جو والد پڻ مولود ۽ مداح جو سٺو شاعر هو. هن ڳوٺ جا بهترين استاد صوف سومرو، خير محمد سومرو، جان محمد سومرو، محمد طيب سومرو ۽ عبدالرشيد سومرو ٿي گذريا آهن. ارڏي شاعر ابراهيم منشيءَ جي شاعري گڏ ڪرڻ ۽ ڇپرائڻ لاءِ جاکوڙ ڪندڙ غلام محمد ’آزاد‘ سومرو بہ هن ڳوٺ جنهاڻ سومري جو رهاڪو آهي. جنهاڻ سومري جو ذڪر شاهہ ڪريم جي ڪتاب بيان العارفين ۾ پڻ آيل آهي. ان ڪري اندازو آهي تہ هيءُ ڳوٺ تمام پراڻو ۽ اهميت وارو آهي. هن ڳوٺ جو عبدالخالق سومرو مختلف وقتن تي صوبائي اسيمبلي سنڌ جو ميمبر چونڊبو رهيو آهي.

**جنيد بغدادي:** مشهور جيّد عالم حضرت جنيد بغداديءَ جو جنم 830ع ڌاري ٿيو. هن شروعاتي تعليم پنهنجي مامي ۽ مرشد حضرت سري سقطيءَ کان حاصل ڪئي. فقہ جي تعليم ابو ثودادر کان ۽ تصوف جي تعليم حارث مجاسيءَ کان حاصل ڪيائين. ڪيس ’صوفين جي سردار‘ جو لقب مليل آهي. پاڻ شريعت جي طريقن سان گڏ حقيقت جو شناسا هو. ڪيس مجتهد جو درجو بہ حاصل هو. اسلام جي بہ تبليغ ڪيائين ۽ جهاد ۾ بہ حصو ورتائين. سري سقطي، حضرت جنيدؒ جي باري ۾ چيو آهي تہ ”حضرت جنيد بغداديؒ هم تن درد ۽ عشق آهن.“ جنيد بغدادي 7 سالن جي عمر ۾ پنهنجي مرشد سان حج تي ويو اتي سيني حاجين کي شڪراني جا لفظ ادا ڪرڻا هئا تہ ان موقعي تي جڏهن سندس وارو آيو تہ هن چيو: ”الله تعاليٰ جيڪا نعمت توهان کي ڏني آهي، ان جي نافرماني نہ ڪريو ۽ نعمت کي مصيبت جو ذريعو نہ بڻايو“. تصوف جي باري ۾ سندس چوڻ هو تہ ”هن رستي تي اهو هلي سگهي ٿو، جيڪو الله جي ڪتاب کي سڄي هٿ ۾ کڻي ۽ سنت مصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم کي کٻي هٿ ۾ کڻي، انهن ٻنهي شين جي روشنيءَ ۾ هلڻ وارو شڪ ۽ شبهي جي کنهن کڏ ۾ نہ ڪرندو، يا بدعت جي اونداهيءَ ۾ نہ ڦٽڪندو.“ جنيد بغداديءَ جي پهرئين شاگرد منصور بن حلاج ڪانئس پنهنجي موت جي باري ۾ پڇيو، ان تي حضرت جنيدؒ ورائيو: ظاهري طرح تنهنجو موت پيو نظر اچي، پر باطن جو ڳجهہ مالڪ ئي ڄاڻي.“

جنيد بغداديءَ جي عبديت جون بہ خصلتون آهن:

1- ماڻهوءَ کي هر ظاهر ۽ باطن ٻنهي ۾ راضي رهڻو آهي ۽ چوڻو آهي تہ منهنجا موليٰ! جيڪا تنهنجي رضا اها منهنجي رضا، جتي تون چاهين، اتي رک، چو تہ تنهنجي رضا ۾ ئي منهنجي رضا آهي.

2- رسول الله صلي الله عليہ وسلم سان پوري محبت ڪرڻ، سندن حڪمن جي پيروي ڪرڻ ۽ پنهنجي خيال جي حفاظت ڪرڻ.

جنيد بغداديءَ مطابق جيستائين ڪو ماڻهو پنهنجي دنياوي خواهشن ۽ نفس کي ’فنا‘ نٿو ڪري، تيستائين هو خدا جي رستي تي نٿو هلي سگهي. هن جو چوڻ هو تہ جڏهن ڪٽڪ جو داڻو مٽيءَ سان ملندو آهي تڏهن پنهنجو ظاهري ۽ حقيقي وجود وڃائي ويهندو آهي، پر وري جڏهن نروار ٿيندو آهي ۽ زمين مان تيار ٿي نڪرندو آهي، تڏهن ڪنهن ٻئي رنگ ۾ هوندو آهي. ان لاءِ جيڪڏهن خدا جي راهہ ۾ هلڻو آهي تہ پنهنجي نفس کي فنا ڪرڻو پوندو. هن جي تعليمات موجب: نفس کي ٽن طريقن سان وس ۾ ڪري سگهجي ٿو:

(1) انا يعني ”مان ۽ منهنجي“ کي ختم ڪرڻ.

(2) عيش ۽ آرام کي ختم ڪري، درد ۽ عشق جي راهہ وٺڻ.

(3) ظاهريت تي باطنيت کي فوقيت ڏيڻ ۽ ظاهر کي باطن جو ذريعو سمجهي، حقيقي علم تائين پهچڻ.



جنيد بغداديءَ جو روضو

(4) تصوف جو مطلب پنهنجي نفس کي دنياوي شين کان پاڪ ڪرڻ آهي.

هن جي جيّد عالم 910ع ڌاري وفات ڪئي.

**جنيد بن عبدالرحمان:** حشام بن عبدالمالڪ جڏهن دمشق جي حڪمران طور 105هہ/ 723ع ۾ تخت جو ڌڻي ٿيو تہ هن ملڪي انتظام ۾ عملداري سطح تي ڪي تبديليون آنديون، جن موجب بصري جي گورنر ابن هميره کي معزول ڪري سندس جاءِ تي خالد بن عبدالله قسريءَ کي مقرر ڪيائين ۽ سنڌ لاءِ مقرر ڪيل عملدار خالد عمر بن مسلم باهليءَ کي معزول ڪري جنيد بن عبدالرحمان مُريءَ کي سنڌ ڏانهن مقرر ڪيائين. ان وقت سنڌ عربن جي قبضي ۾ هئي. جنيد بن عبدالرحمان جي مقرري 107هہ/725ع ۾ ٿي. هن جي ڏينهن ۾ راجا ڏاهر جو پٽ ڄئسينہ عربن خلاف جنگ جي تياري ڪرڻ لڳو ۽ لشڪر گڏ ڪري ڪاهي آيو. جنگ ۾ ڄئسينہ پاڻ سميت مارجي ويو (ڪي تاريخون لکن ٿيون تہ جنگ ۾ ناڪام ٿيڻ سبب ڄئسينہ هند طرف نڪري ويو). ان بعد جنيد سنڌ جي سرحد ڪيرج ڏانهن چڙهائي ڪئي، جتي راجا عربن سان ٿيل معاهدي کي ختم ڪري بغاوت ڪئي هئي، پر جنيد جي مقابلي جي سگهہ نہ ساري پڄي ويو. هن شهر تي قبضو ڪري ورتو. هن مهم ۾ هڪ هندو راجا اشندرا بيد جنيد جي مدد ڪئي هئي. سنڌ ۾ پيدا ٿيل بغاوتن کي منهن ڏيڻ ڪانپوءِ جنيد سرحد کي مضبوط رکي گجرات تي ڪاهہ ڪئي. مرمد (مارواڙ) کي فتح ڪرڻ ڪانپوءِ منڊل (ويرگاهہ)، دهنج (پٽڻ) ۽ ٻڙوچ جا علائقا گوجرن کان فتح ڪيائين. هن جي سپهہ سالار حبيب، مالوهہ جي دولتمند تخت گاهہ اُجين تي ڪاهہ ڪري بيشمار دولت هٿ ڪئي. تاريخدان بلاذريءَ جو بيان آهي تہ جنيد، منڊل ۽ ٻڙوچ سمنڊ رستي ۽ مالوده جو تختگاهہ اُجين خشڪيءَ جي رستي، گجرات جي راجا کان فتح ڪيو ۽ اتان ڪيس ايترو تہ مال غنيمت هٿ لڳو جو لشڪر کي انعام ۽ اڪرام ڏيڻ کان پوءِ وٽس چار ڪروڙ درهم بچي پيا. اهڙيءَ ريت هن اٺ ڪروڙ درهم بيت المال ڏانهن موڪليا ۽ اٺ ڪروڙ درهم فوجين ۾ ورهايا.

**جنين ڏاند نہ ٻچ** (ڪتاب): هي ڪتاب پاڪستان جي مشهور سي. ايس. پي آفيسر، مسعود کدرپوش جي جڳ مشهور 'سنڌ هاري رپورٽ' جو سنڌي ترجمو آهي، جيڪو پروفيسر اعجاز قريشيءَ وڏي محنت سان ڪيو آهي. مسعود کدرپوش، سنڌ ۾ 1946ع ۾ انڊين سِول سروس ۾ ملازم هو ۽ ڪيس نوابشاھ جو ڊپٽي ڪليڪٽر مقرر ڪيو ويو هو. 'سنڌ هاري ڪميٽي' پنهنجي قيام (1930ع) کان وٺي هارين لاءِ جدوجهد پئي ڪندي آئي. ان دور (1947ع) ۾ جڏهن سنڌ هاري ڪميٽيءَ 'اڌ بٽئي' جو مطالبو ڪيو تہ هارين جي سماجي، معاشي ۽ اخلاقي حالتن کان باخبر ٿيڻ لاءِ سرڪار پاران 'سنڌ هاري انڪوائري ڪميٽيءَ' جو مارچ 1947ع ۾ بنياد وڌو ويو تہ جيئن هارين جي حالتن کي آڏو رکي رپورٽ تيار ڪئي وڃي. هارين جي اڌ بٽئي واري جدوجهد کي سنڌ هاري ڪميٽيءَ جي اڳواڻن ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، قاضي فيض محمد، عبدالقادر انڍڙ، ڪامريڊ غلام محمد لغاري ۽ ٻين چوٽ تي پهچائي ڇڏيو هو، هارين ۾ بغاوت جا جذبا پيدا ٿي چڪا هئا، جنهنڪري زميندارن جون وايون بتال ٿي ويون هيون ۽ هنن هارين کي دٻائڻ ۽ ڌمڪائڻ شروع ڪيو هو. هن جدوجهد دوران مائي بختاور، بالاچ بروهي ۽ ٻيا هاري شهيد ٿي چڪا هئا. زميندارن جي پورا پورا ٽيندڙ نظام ۽ طاقت کي للڪار هيٺ ڏسندي سرڪار پاران سنڌ هاري انڪوائري ڪميٽي جوڙي وئي تہ جيئن سنڌ جي هارين کي اهو باوَر ڪرائجي تہ سرڪار سندن مسئلن ۾ دلچسپي وٺي رهي آهي. سنڌ انڪوائري ڪميٽيءَ جو چيئرمين سر راجر ٿامس هو. جڏهن تہ ميمبرن ۾ محمد مسعود (آءِ سي. ايس ڪليڪٽر نوابشاھ)، نورالدين صديقي (مئنيجر انڪم بورڊ اسٽيٽس سنڌ) ۽ آغا شاهي (آءِ سي. ايس) هئا. آغا شاهي ڪميٽيءَ جو سيڪريٽري هو. هن رپورٽ کي اڪثر ميمبرن زميندارن جي ٽنندڙ طاقت کي هٿي ڏيندڙ بنايو جنهن ڳالھ کي ڪميٽيءَ جي ميمبر محمد مسعود (جيڪو اڳتي هلي کدرپوش مشهور ٿيو) هڪ طويل اختلافي نوٽ هنيو جيڪو جڳ مشهور 'سنڌ هاري رپورٽ' جي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو هاري انڪوائري ڪميٽي 3 مارچ 1947ع تي ٺهي هئي. مسعود کدرپوش جي اختلافي نوٽ (هاري رپورٽ) کي سنڌيءَ ۾ پروفيسر اعجاز قريشيءَ، مسعود کدرپوش ٽرسٽ جي باني ڪارن جي تحريص تي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي. جنهن جو مهاڳ مشهور هاري اڳواڻ ايڊووڪيٽ ڪامريڊ روچيرام لکيو آهي. جڏهن تہ ڪتاب 'لهران ادبي بورڊ، لاهور'، 1- جون 2002ع شايع ڪيو آهي. هن ڊيمي سائيز جي 104 صفحن تي مشتمل ڪتاب جي قيمت 80 روپيا آهي. هن ڪتاب جي ڇپائيءَ ۾ پنجاب حڪومت جي اطلاعات، ثقافت ۽ نوجوانن جي معاملن واري کاتي جو جزوي مالي سهڪار شامل آهي. ڪتاب ۾ 'لهران ادبي بورڊ' پاران سيد اختر حسين، ڊاڪٽر ملڪ رياض ۽ مسعود کدرپوش ٽرسٽ پاران شيرين مسعود ۽ ڊاڪٽر فوزيہ جاويد جا رايا بہ شامل آهن. ڪتاب جي اهميت تي پروفيسر اعجاز قريشيءَ تفصيلي طرح 'پنهنجي پاران' ۾ ذڪر ڪيو آهي.




**جنين لوهہ لڱن ۾** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب الجزائر جي صحافي علي هينريءَ جي جيل ڊائريءَ تي مشتمل آهي. جنهن جو ترجمو يوسف سنڌيءَ ڪري ڇپايو آهي. هن ڪتاب ۾ ليکڪ تشدد ۽ ايذاءُ ڏيڻ جا طريقا پوري تفصيل سان بيان ڪيا آهن. علي هينري فرينچ هوندي بہ الجزائر جي آزاديءَ لاءِ پنهنجي هم قوم حڪمرانن خلاف وڙهيو نتيجي ۾ جيڪي ڪجھ پوڳيائين، سو سڀ هن ڊائريءَ ۾ ڄاڻايو اٿس. هو لکي ٿو تہ: هنن لفظن پڙهڻ مهل اوهين انهن ماڻهن بابت ضرور سوچيندا هوندا، جيڪي گم ٿي ويا آهن، جن کي پنهنجي آزادي ماڻڻ جو يقين هو ۽ جيڪي هن گهڙيءَ بہ ٻي ڊپا ٿي پنهنجي موت جي اوسيئڙي ۾ آهن. انهن بابت، جيڪي ڦاسي تي ٽنگيا ويا آهن، انهن جي باري ۾ جيڪي نفرت ۽ تشدد جي باوجود بہ فرينچ ۽ الجزائري ماڻهن جي وچ ۾ امن ۽ دوستيءَ تي يقين رکن ٿا، چوتہ هيءُ ڪتاب انهن مان هر هڪ جي ڪهاڻي بہ ٿي سگهي ٿو. 74 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 13 روپيا آهي، جنهن کي 1990ع ڌاري سچائي اشاعت گهر دڙي پاران شايع ڪرايو ويو آهي.




**جنيوا**: عالمي شهرت رکندڙ مغربي شهر سوئيزرلينڊ جو هي شهر جنيوا ڪنيٽن جي گاديءَ جو هنڌ آهي. هي جنيوا ڍنڍ جي مغربي سرحد تي واقع آهي، جتان ڍنڍ مان 'رهون درياھ' نڪري ٿو رهون درياھ جنيوا کي ٻن برابر حصن ۾ ورهائي ٿو پر شهر ۾ ڪيترين لپيون ٺهيل آهن، جيڪي ٻنهي حصن کي پاڻ ۾ ملائين ٿيون. مشهور فلاسفر والٽيئر 1755ع کان 1758ع تائين هن شهر ۾ رهيو جان جيڪس روسو هتي پيدا ٿيو. شهر جي قديم فصيلن (شهر پناهن) جي جاءِ تي ڦوهارا ٺهرايا ويا آهن. جنيوا شهر 1920ع ۾ دنيا جو مرڪز بڻيو جتي 'ليگ آف نيشنز' قائم ٿي، ٻنهي مهاڀاري لڙاين جي وچ واري عرصي ۾ هتي ڪيترين ڪانفرنسون منعقد ٿيون. 1939ع ۾ 'ليگ آف نيشنز' ختم ٿيڻ سان شهر کي سخت معاشي نقصان پهتو، پر پوءِ 1947ع ۾ هي 'اقوام متحده' (گڏيل قومن) جو يورپي مرڪز قرار ڏنو ويو ۽ 1948ع ۾ هتي صحت جي عالمي اداري World Health Organization (WHO) ۽ محنت جي عالمي اداري World Labour Organization (ILO) کانسواءِ ٻين ڪيترن عالمي ادارن جون آفيسون هتي قائم ٿيون. جنيوا ۾ ڪيترن عالمي مسئلن تي مذاڪرا ۽ ڪانفرنسون ٿي چڪيون آهن. 1995ع ۾ ڊبليو ٽي. او (World Trade Organization) بہ هتي پنهنجا هيڊڪوارٽر ٺاهيا. هن شهر جي آدمشماري 2003ع ۾ 1,76,000 هئي، جڏهن تہ 2009ع ۾ اها وڌي 1,85,958 ٿي. هن شهر کي صنعت جي نسبت سان سوئيزرلينڊ جي اهم شهر طور شمار ڪيو وڃي ٿو هتي جي اهم صنعتي پيداوار ۾ هيرا، جواهر، زيور، گهڙيون ۽ ٻيون شيون مشهور آهن. 'جولا ۽ الپس' نالي جبل هن شهر کي چڱ تہ پنهنجي دامن ۾ جهليو بيٺا آهن.

**جنيوا ڍنڍ** (Geneva Lake): هيءَ ڍنڍ وچ يورپ جي سڀ کان وڏي ڍنڍ آهي. سوئيزرليند جي هن ڍنڍ جي پکيڙ 580 چورس ڪلوميٽر آهي. هيءَ ڍنڍ سوئيزرليند ۽ فرانس کي هڪٻئي کان ڌار ڪري ٿي، ڍنڍ جو وڏو حصو اٽڪل 363 چورس ڪلوميٽر سوئيزرلئنڊ ۾ اچي ٿو. هن جي ڪناري تي ٻه وڏا شهر جنيوا ۽ لوسا واقع آهن. هلال (پهرينءَ جي چنڊ) جي شڪل واري


جنيوا ڍنڍ جو ڏيک

هيءَ ڍنڍ سمنڊ جي سطح کان 1250 فٽ اوچي آهي، هن جي ويڪر 14 کان 24 ڪلوميٽر ۽ ڊيگهه 72 ڪلوميٽر آهي. رهون نالي درياءُ هن ڍنڍ کي پاڻي پهچائي ٿو. هن وقت درياهي مٽيءَ جي گڏ ٿيڻ سبب هن ڍنڍ جي گهرائي ۽ ويڪر ۾ گهٽتائي اچي رهي آهي. هن ڍنڍ جي ڪري اتان جي آسپاس جي ماحوليات تي وڏو خوشگوار اثر پوي ٿو.

**جنيوا ڪانفرنسون** (Geneva Conference): 1954ع ۾ ٿيل معاهدا، جن جو مقصد پهرين هند چين جنگ (54-1946ع) جي خاتمي جو بنياد مهيا ڪرڻ هو. هن ويڙهه ويتنام کي پنهنجي حڪمران فرانس جي خلاف ڪري ڇڏيو. هن معاهدي جو مسودو جولاءِ 1954ع ۾ سوئيزرليند جي شهر جنيوا ۾ تيار ٿيو. هن ۾ ڏکڻ اتر ايشيا مان فرانسيسي فوج جي واپسيءَ جو مطالبو ڪيو ويو ۽ ويتنام کي ڏکڻ ۽ اترين حصن ۾ عارضي طور تي ورهائڻ جي تجويز ڏني وئي ته جيئن 1956ع ۾ چونڊون ڪرائي، انهن کي ٻيهر متحد ڪيو وڃي ۽ ان ورهاڱي جي حوالي سان ٿيل تڪرار نيٺ (75، 1959ع) تي ختم ٿيو. هند- چين جنگ جي پهرين فيصلائتي ويڙهه، 7 مئي 1954ع تي لڳي. جڏهن ته فرانسيسين کي ڪميونسٽن هٿان شڪست کائڻي پئي. ٽئين ڏينهن ڪميونسٽن جي نمائندي جنيوا ۾ فرانسيسي حڪومت سان گڏ ويهي جنگ جي خاتمي جي شرطن تي ڳالهه ٻولهه ڪئي. جنهن ۾


جنيوا ڪانفرنس

فرانس جي وفادار ويتنامين ڪانسواءِ ڪمبوڊيا، لائوس، يو ڪي، آمريڪا ۽ يو. ايس. ايس. آر جي نمائندن به شموليت ڪئي. ڪميونسٽن فرانسيسين جي مڪمل نيڪال ۽ ڊيموڪريٽڪ ري پبلڪ آف ويتنام کي تسليم ڪرڻ تي زور ڏنو. (جنهن جي قيام جو اعلان هوچي منهه 1945ع ۾ ڪيو هو). ڊي. آر. وي کي پنهنجي اتحادي ملڪن پسني چين ۽ يو. ايس. ايس. آر کان مدد ملڻ جي اميد هئي، پر ٻنهي ان تي دٻاءُ وڌو ته 1956ع ۾ قومي چونڊون ٿيڻ تائين ويتنام جي عارضي ورهاست کي قبول ڪيو وڃي. ٻن مهينن جي ڊگهين ڳالهين کان پوءِ ڪميونسٽن (ويٽ منهه) رضامندي ڏيکاري ۽ ويٽ منهه جي فوج اتر پاسي هلي وئي. جڏهن ته فرانسيسي ۽ ويتنامي فوج ڏکڻ واري پاسي وڌي. آمريڪا نه پيو چاهي ته فرانس ڳالهين بائوداڻي جي جاءِ تي نگو دينهه ديام کي اينٽي ڪميونسٽ ويڙهه جو ويتنامي اڳواڻ بڻايو. ديام چونڊن جو بائيڪاٽ ڪيو ۽ جنيوا معاهدن جي پيچڪڙي ڪندي، فوج ناهڻ شروع ڪئي. 1960ع ۾ ديام جي مخالفن نيشنل لبريشن فرنٽ نالي گوريلا تنظيم ناهي، جنهن جو مقصد ديام جي حڪومت جو خاتمو ۽ ويتنام کي ٻيهر متحد ڪرڻ هو. ويتنامي حڪومت کي بچائڻ لاءِ آمريڪا پنهنجي فوج ويتنام موڪلي. 1965ع کان شروع ٿيل جنگ 1975ع تائين جاري رهي، جڏهن ته ويتنام ڪميونسٽ حڪومت جي ماتحت ٻيهر متحد ٿيو.

**جنيوا ڪنوينشن** (Geneva Convention): عالمي معاهدن جو هڪ سلسلو، جنهن ذريعي نيشنل ريڊ ڪراس قائم ٿي ۽ جنگ دوران زخمي ٿيندڙن سپاهين ۽ عام شهرين لاءِ انسانيت پسند قانون مقرر ٿيا. هن قسم


1864ع: پهرين جنيوا ڪنوينشن جي مصور

جي قانونن لاءِ مهم جي شروعات هڪ سوئيز ماهر ۽ انسان دوست شخص جان هينري ڊونينٽ جي ڪتاب "A Memory of Solferino" (1862ع) جي اشاعت کان پوءِ ٿي. جنهن ۾ جون 1859ع ۾ سولفرينو جي اترئين اٽالين محاذ تي زخمي سپاهين جي ٿيل اٿاهه تشدد جو ذڪر هو. 'ليگ آف ريڊ ڪراس سوسائٽي' 1919ع ۾ پيرس ۾ قائم ٿي، 'انٽرنيشنل ڪميٽي آف دي ريڊ ڪراس' هڪ ڌار سوئيز تنظيم آهي، جنهن کي عالمي اٿارٽي (اختيار) ڏني وئي. ريڊ ڪراس جو نشان سوئيز جهنڊي جي احترام طور منتخب ڪيو ويو. سفيد سرخ جهنڊي تي اڇو هلال (پهرينءَ جو چنڊ). اسلامي ملڪن ان بدران اڇي جهنڊي تي ڳاڙهو نشان منتخب ڪيو.

2009ع تائين چار جنيوا ڪنوينشن ٿي چڪا آهن. پهريون جنيوا ڪنوينشن 1864ع ۾ لاڳو ٿيو. جنهن جنگ جي ميدان ۾ بيمار ۽ زخمي سپاهين کي تحفظ مهيا ڪيو. ٻيو ڪنوينشن 1868ع ۾ ٿيو ۽ ان ۾ سامونڊي جنگين ۾ زخمي ٿيندڙ جهاز رانن لاءِ رعايتون ڏنيون ويون. 1929ع جي ٽئين ڪنوينشن جنگي قيدين کي تحفظ ڏنو. جنهن موجب: جنگي قيدي ڏوهي نه آهن. ساڻن انسانيت پسند سلوڪ ڪيو وڃي ۽ جنگ جي پڄاڻيءَ تي کين آزاد ڪيو وڃي. 1949ع ۾ ٿيل چوٿين ڪنوينشن ۾ پهرين ڪنوينشن جا فيصلا ٻيهر لکيا ويا. جن ۾ جنگ دوران شهرين کي به تحفظ ڏيڻ تي زور ڏنو ويو. 1977ع ۾ 1949ع واري جنيوا ڪنوينشن ۾ ٻن پروٽوڪولن جو واڌارو ڪيو ويو ۽ اڻ اعلانيل جنگين جي زد ۾ ايندڙن کي ملڪ اندر ٿيندڙ فسادن جي شڪار ٿيندڙ فردن جهڙو تحفظ ڏنو ويو. هر ڪيٽيگريءَ ۾ طبي تحفظ، مذهبي ۽ انسانيت پسند مدد تي مشتمل آهي. جنوري 2000ع تائين 188 ملڪ 1949ع جي ڪنوينشن تي صحيحون ڪري چڪا هئا. هن ڪنوينشن مطابق بيمار جنگي قيدين کي ٻنهي ملڪن جي گڏيل معاهدن کان اڳ به انهن ملڪن ڏانهن واپس موڪلي سگهجي ٿو.

**جڙيا پوٽا**: تعلقي ڪندياري جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ هينيان ڳوٺ شامل آهن: جڙيا پوٽا، چاچڪ ۽ عيسو ماچي.

**جَوَ** (Barley): جَوَ ربيع جي موسم جو اناج وارو فصل آهي. هن فصل جي اصليت محدود نه آهي. هيءُ فصل پٿر واري دؤر ۾ سوئيزرلينڊ جي رهاڪن طرفان پوکيءَ هيٺ هو. هڪ اندازي مطابق جهنگلي گاهه ۽ گهريلو جَوَن جو عام قسم ساڳئي علائقي ۾ پوکيو ويو. جنهن مان هڪ قسم وارا جَوَ (Hordeum Spontanum) اڃ به عام آهن. هيءُ علائقو الهندي ايران جي زرگوش جبلن کان وٺي ڏکڻ ترڪي ۽ ڏکڻ طرف فلسطين تائين پکڙجي ٿو. ڪجهه حياتياتي ماهرن جو خيال آهي ته هن ٻوٽي جو اصل وطن ايشيا ۽ آفريقا يا ايرندو ٿيڻ آهي. هن علائقي ۾ ڇهه قطاري سنگ وارا جَوَ (Six-Row Barley) ملن ٿا ۽ پوکيءَ وارا جَوَ به هن ملڪ ۾ ملن ٿا. هن فصل جو اناج يا ٻج سڌيءَ طرح خوراڪ ۾ نٿو واپرايو وڃي، پر ان مان صنعتن ۾ ڊبل روٽي، ماني، جَوَن جو ڪش ۽ شراب ناهيو وڃي ٿو ٻئي طرف جَوَ گهوڙن ۽ پکين کي به کارايا وڃن ٿا.

**آبهوا** (Climate): جَوَ سياري جي موسم ۾ پوکجندڙ اناج جو فصل آهي. هي فصل ڪٽڪ جي پيٽ ۾ وڌيڪ خشڪي برداشت ڪندڙ آهي. هن فصل لاءِ گهٽ ۾ گهٽ بارش جي گهرج 250 کان 200 ملي ميٽر آهي. جَوَن جو ٻج ڦوٽهڙي لاءِ ڪٽڪ جي پيٽ ۾ گهٽ وَتَ يا آلاڻ جي ضرورت ڏيکاري ٿو ۽ ان ۾ واڌ جي صلاحيت وڌيڪ آهي. جيتوڻيڪ جَوَن جي وڌيڪ پيداوار جو تعلق اهڙن علائقن سان آهي، جتي بارش ۽ گهميل موسم وڌيڪ وقت رهي ٿي. سنڌ ۾ جَوَ بوسي يا دوباري فصل طور پوکيا وڃن ٿا. جَون جي ڦوٽهڙي لاءِ گهٽ ۾ گهٽ گرميءَ جو درجو 2 ڊگري سينٽي گريڊ آهي، جنهن دوران ڦوٽهڙو گهٽ ٿئي ٿو. جڏهن ته ڦوٽهڙي ۽ سلن نڪرڻ لاءِ مقرر گرميءَ جو درجو 20، 15 ڊگري سينٽي گريڊ آهي ۽ پنيري واڌ گهٽي قدر 17، 16 ڊگري سينٽي گريڊ گرمي درجي مطابق ٿئي ٿي.

**زمين** (Soil): جَوَ هر قسم جي زمين تي ٿي سگهن ٿا. جنهن ۾ چيڪي توڙي وارياسي زمين بهتر آهي. اهي زمينون، جيڪي ڪٽڪ جي پوکيءَ لاءِ ڪم اچن ٿيون ۽ جن ۾ سٺي نيڪال وارين لٽاشيون ۽ چيڪيون لٽاشيون زمينون اچي وڃن ٿيون، بهتر آهن. عام طور جَوَن جي پوکيءَ جو تعلق گهٽ زرخيز زمين سان آهي. جَوَن جو فصل لوڻ يا ڪلر برداشت ڪندڙ



جَوَن جي پوک

اناج وارو فصل آهي، جيڪو ڦوٽهڙي ۽ واڌ وارن ٻين مرحلن دوران لوڻ برداشت ڪرڻ جي قوت رکي ٿو. تنهنڪري جَوَ ڪلر وارين زمينن ۾ ڪاميابيءَ سان پوکي سگهجن ٿا. انهيءَ ڪري ساريال علائقي جا آبادگار جَون جي پوک ۾ گهڻي دلچسپي رکن ٿا. جَوَ خشڪي روڪيندڙ فصل جي حيثيت سان دوباري فصل طور، سارين جي پوک کان پوءِ ساڳئي وَتَ يا آلاڻ تي پوکيا وڃن ٿا، اهڙيءَ صورت ۾ جَوَن جي پيداوار ڪٽڪ کان بهتر ملي ٿي.

**زمين جي تياري** (Land Preparation): هن فصل مان وڌيڪ پيداوار وٺڻ لاءِ زمين جي تياري وڏي اهميت رکي ٿي. جَوَن لاءِ زمين جي تياريءَ واسطي ٻن کان ٽي هر ڏيئي پتر پيچجن ۽ گندگاهه ختم ڪجي. هر ڏيڻ بعد زمين کي هموار ڪجي ته جيئن ٻج، پاڻ ۽ پاڻي ڏيڻ ۾ آساني ٿئي.

**پوکيءَ جو وقت** (Sowing Time): عام طور سنڌ ۾ جَوَن جي پوک نومبر جي مهيني ۾ ڪئي ويندي آهي. ڏکڻ سنڌ ۾ جَوَن جي فصل جي پوک 15 آڪٽوبر کان 30 نومبر تائين ڪرڻ گهرجي. جڏهن ته وچولي ۽ اتر سنڌ واري طبعي ڀاڱي ۾ پوکي پهرين نومبر کان 10 ڊسمبر تائين ڪئي وڃي.

**پوکيءَ جو طريقو** (Sowing Method): جَوَن جي پوک ناڙي ۽ ڇٽ ذريعي ڪئي وڃي ٿي، جڏهن ته ناڙيءَ ذريعي پوک مان وڌيڪ پيداوار ملي ٿي. ساريال جي علائقي ۾ جَوَن جي پوک ڇٽ ذريعي ڪئي ويندي آهي.

**جنسون** (Varieties): جَوَن جي پوک واسطي سفارش ڪيل جنسن ۾ T.J-70، نيلم ۽ IB-8244 وغيره اچن ٿيون. اهڙين جنسن جي ٻج جي پوکيءَ واسطي جاچ ڏيڻ ۾ زرعي تحقيقي مرڪز ٽنڊو جام بهتر نتيجا ڏنا آهن. هنن جنسن تي بيماريءَ جو حملو گهٽ ٿئي ٿو جڏهن ته نين جنسن ۾ ڪلپر ۽ ڊوارف بارلي (Dwarf Barley) سفارش ڪيون ويون آهن. اهي ڪنهن قدر بيمارين کان محفوظ رهن ٿيون.

**پاڻ ڏيڻ** (Fertilizer Application): جَوَن لاءِ پاڻ جي سفارش زمين جي زرخيزيءَ مطابق ڪئي وڃي. جَوَن لاءِ پاڻ جي عام سفارشن مطابق 50 ڪلوگرام نائٽروجن ۽ 25 ڪلوگرام فاسفورس استعمال ڪرڻ گهرجي، ڇو تہ وڌيڪ پيداوار لاءِ ڪيميائي پاڻ جو استعمال ضروري آهي.

**پاڻي ڏيڻ** (Irrigation Application): هيءَ خشڪي برداشت ڪندڙ فصل آهي، جنهن جي وڌ ۾ وڌ پيداوار حاصل ڪرڻ لاءِ ٽن کان چار پاڻي ڏجن. هن فصل کي واڌ جي نازڪ مرحلن تي پاڻي ضرور ڏجي. اهوئي سبب آهي تہ جَوَ دوباري فصل طور پوکيا وڃن ٿا.

**لابارو:** هي فصل ڪڻڪ سان گڏ يا ڪڻڪ واري موسم ۾ پچي ٿو عام طور جَوَ مارچ کان اپريل جي مهينن ۾ پچي لاباري لاءِ تيار ٿي وڃن ٿا. هن فصل جو لابارو ڏاٽي يا لاباري جي مشين (Reaper) ذريعي ڪري سگهجي ٿو.

**پيداوار:** هن فصل جي پيداوار 3000 کان 3500 ڪلوگرام في هيڪٽر وٺي سگهجي ٿي. جڏهن تہ سراسري پيداوار 500 ڪلوگرام في هيڪٽر آهي.

**جواهر لعل نهرو:** پنڊت جواهر لعل نهرو هندستان جي وڏن، آزاد خيال، مفڪرن ۽ جديد سوچ وارن سياستدانن مان هڪ اهم اڳواڻ ٿي گذريو آهي. هي ڪشميري پنڊتن جي ڪول قبيلي مان هو. هن جو پڙڏاڏو، راج ڪول



1716ع ڌاري ڪشمير مان لڏي هندستان جي مغل شهنشاهه فرخ سير جي وقت ۾ دهليءَ ۾ اچي ويٺو، جتي کيس حڪومت طرفان نهر جي ڪناري زمين جاگير طور ڏني وئي، جتي جايون ٺهرائي ويٺو. جنهنڪري هو 'نهرو' جي نالي سان سڏيو ويو. سندس ڏاڏو پنڊت گنگاڌر دهليءَ جو ڪوتوال هو. جيڪو 1857ع جي جنگ آزاديءَ وقت آگري ۾ لڏي اچي ويٺو. جتي جواهر لعل نهروءَ جو والد موتي لعل 1861ع ۾ ڄائو. جواهرلعل، موتي لعل جو اڪيلو فرزند هو. جيڪو 14 نومبر 1889ع تي ڄائو. پنڊت موتي لعل نهرو، هندستان جي آزاديءَ لاءِ سوچيندڙن مان هو. هو ڊاڪٽر اينِي بيسنٽ جي اثر هيٺ ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جو ميمبر ٿيو ۽ مسز اينِي بيسنٽ جي مشوري تي، هن جواهرلعل جي ابتدائي تعليم لاءِ هڪ ٿياسافسٽ، مسٽر فرڊيننڊ بروڪس کي ٽيچر ڪري رکيو. ان ابتدائي اثر هيٺ ننڍڙي جواهر لعل تي ٿياسافيءَ جو اثر پيو ۽ اڳتي هلي هي ٿياسافيءَ جو ميمبر ٿيو. ان بعد کيس انگريزي تعليم لاءِ انگلنڊ جي مشهور پبلڪ اسڪول هئرو ۾، ڊسمبر 1905ع ۾ ويهاريو ويو. اتان اسڪول جي تعليم حاصل ڪري، اعليٰ تعليم لاءِ 1907ع ڌاري ٽرينٽي ڪاليج ڪيمبرج ۾ داخل ٿيو. جتان 1910ع ۾ گريجوئيٽ ٿيڻ بعد انرٽيمپل مان 1912ع ۾ بئرسٽريءَ جو امتحان پاس ڪري واپس ڏيهہ پهتو ۽ اچي پيءُ سان گڏ وڪالت شروع ڪيائين. پر وڪالت ۾ دل نہ لڳس ۽ ان سال ڊسمبر 1912ع ۾ بانڪيپور جي ڪانگريس اجلاس ۾ شريڪ ٿيو. 1913ع ۾ مهاتما گانڌيءَ ڏکڻ آفريڪا ۾ ناتال کان ٽرانسوال تائين ساليانى محصول ختم ڪرائڻ لاءِ 2500 مزدورن ڪي جلوس ۾ شرڪت لاءِ وٺي ويو. جنهن واقعي هن تي گهڻو اثر ڪيو ۽ هن ۾ ستياگرہ سبب سياست لاءِ دلچسپي پيدا ٿي. مڪاني سياستدانن مان مسٽر گوکلي جو مٿس وڏو اثر هو. هيءُ 1916ع ۾ لکنؤ ۾ رٿيل ڪانگريس جي اجلاس ۾ پهريون ڀيرو مهاتما گانڌيءَ سان مليو. 1917ع ۾ ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جي صدر مسز اينِي بيسنٽ جي هوم رول ليگ ۾ سيڪريٽري ٿي ڪم ڪرڻ لڳو جنهن کان ننڍپڻ کان وٺي هو ڪافي متاثر هو.

گانڌيءَ پهرين 1917ع ۾ هندستان جي اتر بهار جي ڳوٺ چمپارن ۾ نير جي آبادگارن لاءِ ستياگرهي هلچل هلائي. جولاءِ 1918ع ۾ گانڌيجيءَ کڏا گجرات ۾ آبادگارن جي حقن لاءِ هلچل هلائي، جنهن ۾ کيس ڪاميابي حاصل ٿي. انهن ڳالهين جو جواهر لعل تي ڪافي اثر ٿيو. جون 1917ع ۾ مسز اينِي بيسنٽ کي گرفتار ڪيو ويو. جولاءِ 1918ع ۾ برٽش سرڪار سياسي سڌارن لاءِ تجويز ڏني، جيڪا ڪانگريس ۽ مسلم ليگ ناپسند ڪئي. ان کان اڳ 1917ع ۾ برٽش سرڪار جسٽس رولٽ جي هٿ هيٺ مقرر ڪيل ڪميٽيءَ جون تجويزون پڌريون ڪيون هيون. جن تي جڏهن سرڪار 'بل' ٺاهيا تہ گانڌيجيءَ ستياگرہ ڪئي، جنهن ۾ جواهر لعل وڏي ڊڪ ڊوڙ ڪئي هئي. ان کان پوءِ 1919ع ۾ امرتسر ۾ جليانوالا باغ واري قتل عام هن تي تمام گهرو اثر ڇڏيو. 1919ع ۾ جواهر لعل جي والد موتي لعل جي صدارت هيٺ امرتسر ۾ ڪانگريس اجلاس ٿيو. جنهن ۾ هن حصو ورتو. 1923ع ۾ مولانا محمد علي جوهر جي صدارت ۾ ڪانگريس جي اجلاس ۾ جواهر لعل نهرو جنرل سيڪريٽري چونڊيو ويو. ٻئي سال مهاتما گانڌيءَ جي صدارت ۾ ٿيل ڪانگريس اجلاس ۾ بہ کيس ڪانگريس جو جنرل سيڪريٽري چونڊيو ويو. ان کان پوءِ وري 27-1928ع ۾ هو ڪانگريس جو جنرل سيڪريٽري مقرر ٿيو. 1929ع واري لاهور اجلاس ۾ کيس آل انڊيا ڪانگريس جو صدر مقرر ڪيو ويو. ان کان پوءِ 1936ع ڌاري فيض پور ۾ ڪانگريس جو صدر چونڊيو ۽ 1937ع تائين صدر رهيو.

جڏهن 1937ع ۾ نين چونڊن بعد ڪيترن پرڳڻن ۾ ڪانگريس کي اڪثريت حاصل ٿي ۽ تعميري ڪم ڪرڻ جو موقعو مليو تہ 19-20-21 فيبروري 1938ع تي، بابو سڀاش چندر پوش جي صدارت هيٺ، هريپور جي آل انڊيا ڪانگريس اجلاس ۾، سموري ملڪ جي تعميري پروگرام بنائڻ لاءِ هڪ پلاننگ ڪميشن، پنڊت جواهر لعل جي چيئرمنيءَ هيٺ ٺاهي وئي، جنهن 1941ع جي ستياگرہ تحريڪ ۽ ان سلسلي ۾ ڪارڪنن جي جيل ۾ وڃڻ ۽ ڪانگريس وزارتن جي استعيفائن ڏيڻ تائين ڪم ڪيو. هن ڪميشن تي سنڌ جي اهم سياستدان سائين جي. ايم. سيد بہ ڪجهه وقت ساڻس گڏجي ڪم ڪيو ۽ سندس تعميري ڪمن ۽ هر مسئلي ۾ غير معمولي معلومات جو قائل ٿيو.

جواهر لعل نهرو 2 سيپٽمبر 1946ع کان وائسراءِ هند جي مرڪزي ڪئبنيٽ ۾ مکيہ وزير ٿيو. جواهر لعل جي حقيقي تعميري ڪارگذاريءَ جي خبر سندس ڀارت جي وزيراعظميءَ واري عرصي مان پوي ٿي. جنهن عهدي تي هو 18 سال لاڳيتو رهيو. ان دوران هن ترقياتي رٿائون ٺهرائي

ڪم هلارايو ۽ ملڪ کي صنعتي طرح پاڻيرو ڪيو. وزيراعظم جي عهدي تي جواهر لعل نهرو، 27 مئي 1964ع تائين رهيو، جنهن تاريخ تي دل جي بيهڻ ڪري وفات ڪيائين.

جواهر لعل نهرو ڊاڪٽر اينيِ بيسنٽ جي خيالن کان متاثر هئڻ ڪري ورهاڱي کان اڳ هندستان جي رهاڪن کي هڪ 'متحد قوم' سمجهندو هو ۽ سندس ارادو هو ته انگريز سامراج کان ملڪ آزاد ڪرائي، ان ۾ جمهوري قومي سوشلسٽ آزاد حڪومت قائم ڪجي. جڏهن وزيراعظميءَ دوران پرڏيهي معاملن جي وزارت جو پورٽ فوليو هن پاڻ وٽ رکيو ته ايشيا ۽ آفريڪا جي پوئتي پيل ملڪن جي آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪيائين. هن دنيا کي ٻن متضاد نظرين، ڪئپيٽلزم ۽ ڪميونزم جي بلاڪن ۾ ورهايل ڏٺو. ان ڪري هن دنيا اڳيان هينيان نوان نظريا رکيا: (1) ايشيا ۽ آفريڪا جي پوئتي پيل ملڪن کي منظم ڪرڻ گهرجي، (2) ٻنهي بلاڪن کان الڳ ٿي، 'پنج شيلا' جي بنياد تي غير جانبدار (Non-aligned) گروهه ٺاهجي، جنهن جا اصول هينيان هجن: (1) اڻ- اڳرائيءَ (Non-Aggression) کي ڇڏي ڳالهين ۽ اقوام متحده ذريعي مسئلا هلائجن. (2) غير دست اندازي (Non-Interference): ٻين ملڪن جي گهرو معاملن ۾ دست اندازي نه ڪجي، (3) سيني قومن جي خود مختياري (Sovereignty) جي اصول کي قبول ڪجي، (4) باهمي تعاون: سيني ملڪن کي هڪ ٻين جي مدد ڪرڻ گهرجي ۽ خاص ڪري پوئتي پيل ملڪن جي مدد ڪجي ته جيئن غلام ملڪ آزاد ٿي سگهن، (5) باهمي رواداري (Co-existence): مختلف نظرين، قومن ۽ ملڪن جو هڪٻئي سان رواداريءَ وارو سلوڪ قائم رهي. ان ريت 'غير جانبدار تحريڪ' جو باني جواهر لعل نهرو ٿي بيٺو.

جواهرلعل نهرو انگريزي زبان جي بهترين لکندڙن مان هو. هن ڪيترائي ڪتاب لکيا، جهڙوڪ: (1) 'پيءُ جا ڌيءَ ڏانهن خط' (Glimpses of World History)، (2) پنهنجي آتم ڪهاڻي (Towards freedom)، (3) هند جي دريافت (Discovery of India) ۽ ٻيا ڪيترائي مضمون ۽ ننڍا ننڍا ڪتاب اڇي وڃن ٿا.

سندس شخصيت جو جائزو وٺندي سائين جي. ايم. سيد لکيو آهي ته: "هي ڪلچرلي مسلمان هو، سوشلي يوروپي هو، جذباتي طرح ڀارتي هندو هو، مذهبي ۽ سياسي طرح لاڪوفي (Non-aligned) هو. پڪو سوشلسٽ ۽ سيڪيولرسٽ هو ۽ سياسي ميدان ۾ آئيڊيلسٽ بدران پريڪٽيڪل سياستدان هو. تهذيب ۽ شرافت جو مجسمو هو."

ورهاڱي کان پوءِ جواهر لعل نهروءَ سنجيدگيءَ سان ننڍي کنڊ ۾ امن طرف وک وڌائي، ان جو مثال پاڪستان سان شملا معاهدو هو پر حالتن سندس ۽ شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جي خوابن کي پورو ٿيڻ نه ڏنو.

**جواهر لغات سنڌي اڪيچار**: سنڌي-فارسي جي هن لغات جو مصنف 19 صديءَ جو برک سنڌي عالم آخوند عبدالرحيم عباسي آهي. هن لائق مصنف خالص سنڌي اچار وارن اکرن جي صورتن کي سنوارڻ ۽ سنڌي الف - ب جو شروع کان وٺي آخر تائين ترتيبوار سٽاءُ قائم ڪرڻ وارو جيڪو ڪارنامو سرانجام ڏنو آهي، سو تاريخي لحاظ سان وڏي اهميت وارو آهي. سندس الف- ب جي پٺي ۾ ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ واري پٺيءَ کي پيٽڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته ڊاڪٽر ٽرمپ جيڪي ڪجهه حاصل ڪيو سو گهڻي حد تائين آخوند عبدالرحيم کان ئي حاصل ڪيو. هيءَ اهميت واري لغت آهي، انهيءَ ۾ ڪو به شڪ نه آهي ته سنڌي لغات جي

جواهر لغات سنڌي اڪيچار

مصنف:

آخوند عبدالرحيم عباسي



سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو

حيدرآباد سنڌ پاڪستان

١٤١٣ھ/١٩٩٣ع

تصنيف ۽ تاليف جي تاريخ ۾ آخوند عبدالرحيم عباسيءَ جي لکيل هي "جواهر لغات سنڌي اڪيچار" سنڌي-فارسي لغت ٺاهڻ وارو پهريون وڏو ڪارنامو آهي. لغت جي مصنف جي مقدمي مان هي نتيجا نڪرن ٿا ته: هڪ ته هيءَ لغت مصنف سنڌ سرڪار جي تعليم کاتي يا ورنيڪيولر ڪاميٽيءَ جي سفارش موجب ڪا نه لکي، پر سندس پنهنجي ادبي حلقي وارن سائين جي خواهشن تي لکي، ٻيو ته هن مقدمي جي ٻولي اڳ جي معلوم ٿئي ٿي، جنهن مان به ائين لڳي ٿو ته هي 1850ع کان اڳ وارو دور هو. هن لغت جي هڪ خاص اها به خوبي آهي ته ان ۾ ڪراچي شهر کان ٻاهر هلندڙ عام سنڌي جا لفظ پڻ شامل آهن. اهو انهي ڪري جو مصنف پاڻ ڳوٺاڻو هو ۽ سنڌي رائج ٻولي کان واقف هو. هن شاهڪار لغت کي سنڌ جي برک محقق، اديب ۽ دانشور ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ تفصيلي مهاڳ سان مرتب ڪري 1993ع ۾ سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري مان شايع ڪرائي. 782 صفحن تي مشتمل هن لغت جي قيمت 250 روپيا ڄاڻايل آهي.

**جواهر مهره**: هيءَ يوناني دوا رئيس عضون کي طاقت ڏيڻ سميت حافظي کي تيز ڪري ٿي. ان سان گڏوگڏ هيءَ دوا رت جي گهٽ حرارت (لوبلڊ پريشر) ۽ دل جي تڪليف (ڌڙڪي) لاءِ پڻ فائديمند آهي. هن جي ٺاهڻ ۾ مرجان جي پاڙ، طباشير، جروار، زمرد، زهر مهرو، شاخ مرجان، فيروزو، ڪهر باشمعي، لاجورد، موميائي، نيلم، چانديءَ جا ورق، يشب سبز، مصطڪي، 25، 25 گرام، عقيق، موتي 50 گرام ، ياقوت سخت 125 گرام، سون جا ورق 8 گرام، عنبر 30 گرام، مشڪ 2 گرام، عرق گلاب 750 ملي ليٽر ۽ گيهه 2 گرام ڪٽي سڀ کان پهرين طباشير ۽ جواهرن کي ڌار ڌار نموني سان ٻنهه سنهو پيهي، سيني کي ملائي ڇاڻبو آهي ۽ بعد ۾ ڪرل ڪبو آهي. ڪرل ڪرڻ وقت چانديءَ ۽ سون جا ورق ٿورا ٿورا ملائبا وڃبا آهن ۽ عرق گلاب به وجهبو وڃبو آهي، بعد ۾ مصطڪي، موميائي، عنبر، گيهه گرم ڪري حل ڪبو آهي ۽ آخر ۾ وري مشڪ گلابن جي عرق ۾ حل ڪري ڪرل ۾ وجهي ٻيهر ڪرلن کي بلڪل خشڪ ڪبو آهي. ان کان پوءِ ان خشڪ ٿي ويل مادي کي سنهي ململ جي ڪپڙي ۾ ڇاڻي رکبو ۽ استعمال ڪبو آهي. هيءَ نسخو همدرد دواخاني پاران تيار ڪري بازار ۾ پڻ وڪڻڻ لاءِ رکيو ويجي ٿو.

**جواهري پاٽيا**: جواهري پاٽيا ذات جا ماڻهو جيسلمير ۽ بهاولپور کان اول روهڙي ۾ آيا. مير فتح علي خان ٽالپر جي وقت ۾ حيدرآباد گاديءَ جو هنڌ ٿيو ته هي روهڙيءَ کان شاهي سڙڪ وٽي حيدرآباد آيا، پوءِ پاٽيا حيدرآباد

جي لونگ پڳت واري گهٽيءَ ۾ دڪان ۾ ڪوئيون ڪڍي اچي ويٺا. سندن مک ڌنڌو موتين ۾ جواهرن جو هو. جنهنڪري 'جواهري پاڻيا' سڏجڻ ۾ آيا ۽ سندن گهٽي بہ 'جواهري گهٽي' سڏبي هئي. هي انگريزن جي صاحبيءَ ۾ علم پرائي سرڪاري نوڪرين ۾ گهڙيا، ڪي وڪيل ٿيا تہ ڪي آفيسر. اول روهڙيءَ ڪان سيٺ گوبند آيو هو. ڪيس ہہ پٽ هئا. جن مان وڏو پٽ شوقيرام هو. جنهن جو پٽ چانڊو مل، ميرن جو جواهري هو. ٻيو وشنداس ڪپهہ جو وڏو واپاري هو. وشنداس جو پٽ روچيرام حيدرآباد ميونسپل واٽر ورڪس ۾ انجنيئر هو. 15 اپريل 1906ع تي رات جو قلعي ۾ لڳل باهہ، حيدرآباد جي خزاني آفيس ۽ ڪچهري آفيس کي لڳل باهہ ۽ ٽئي پلنگ پاڙي ۾ لڳل باهہ، هي ٽئي باهيون روچيرام وسايون هيون. پوءِ هن نک جا ڪيترائي ماڻهو لکيا پڙهيا، نوڪرين ۾ آيا ۽ نالو ڪمايائون.

**جوين جهوٽو واءَ جو** (ڪتاب): مشهور شاعر راشد مورائيءَ جي وڏي فرزند شاهہ عنايت 'سرمد' جي دبئيءَ ۾ ڏکدائڪ شهادت تي راشد مورائيءَ جي دوستن، عزيزن، اديبن، سياسي رفيقن ۽ لاڳاپي وارن، تڏي تي جيڪي تعزيتي تاثر لکيا هئا. انهن تاثرن، شهيد جي والد، ڀينرن، عزيزن ۽ دوستن جي لکيل تاثراتي مضمونن، شهيد جي والد ۽ دوستن کي لکيل خطن شاعريءَ ۽ تصويرن کي سهيڙي، ناميارو اديب تاج جويي "جوين جهوٽو واءَ جو" نالي هيءُ ڪتاب سهيڙيو آهي، جيڪو سجاڳي پبليڪيشن حيدرآباد پاران فيبروري 2008ع ۾ پڌرو ڪيو ويو. 224 صفحن تي مشمل هن ڊيمي سائيز جي ڪتاب جي قيمت 125 روپيا آهي. ڪتاب جي ابتدا ۾ قادربخش طالباڻيءَ 'سدائين نشان تي' ۽ تاج جويي 'سنڌڙيءَ جو اولاد' عنوان سان تعارفي تاثرات لکيا آهن. ڪتاب پنجن ڀاڱن ۾ ورهايل آهي. پهرئين ڀاڱي جو عنوان 'سڄڻ جي موڪلاڻي' آهي، جنهن ۾ شاهہ عنايت جي جيون جهلڪ، سندس پيءُ ڏانهن لکيل خط ۽ غزل، پيءُ جا پٽ ڏانهن خط، راشد مورائيءَ جو هڪ غزل ۽ تاش شاهہ عنايت جي ڀينرن سورٺ سيد ۽ مرڪ شاهہ ۽ سئوٽ مختيار علي شاهہ جا تاثرات شامل آهن. ٻئي ڀاڱي ۾ 'جيون ڪوئي جهوٽو آهي' ۾ منظوم ڀيٽا ۽ ليکڪن جا تاثر ڏنل آهن. ٽئين ڀاڱي ۾ راشد مورائيءَ ڏانهن لکيل تعزيتي خط ڏنا ويا آهن. چوٿين ڀاڱي ۾ تڏي تي لکيل تاثرات ڏنا ويا آهن ۽ پنجين ڀاڱي ۾ موبائيل ۽ ٽيليفون تي مليل سنيها شامل آهن.




**جوتش**: جوتش فلڪيات جو علم آهي. مشرقي فلڪيات جو بنياد زماني جي ان تقسيم مطابق آهي جنهن کي سنسڪرت ۾ ڪلپ ڪوٺجي ٿو يعني ٻين قديم قومن وانگر هنن جو اهو عقيدو هو تہ چنڊ، سج، زحل ۽ مشتري وغيره سيارا هڪ ئي وقت اعتدال ربيڪي جي نقطي ۾ گڏوگڏ پيدا ٿيل ۽ هڪ ئي وقت تحرڪ ۾ اچي چڪا هئا. هاڻ هي پنهنجي پنهنجي رفتار موجب گردش ڪري وري انهيءَ نقطي ۾ جمع ٿين ٿا، ائين لڳ اچي ٿي ۽ دنيا هيڪر هيٺ مٿي ٿي وڃي ٿي ۽ وري دنيا وري ٻيهر آباد ٿئي ٿي ۽ وري تحرڪ شروع ٿي وڃي ٿو. انهي نقطي جي وچ واري شمسي، نجومي ورهين جي تعداد جو نالو ڪلپ آهي. انهيءَ آڌار تي حسن بن صباح، حسن بن خصيب، فضل بن حاتم تبريزي، احمد بن عبدالله مروز، ابن الادمي ۽ ابو ريحان البيروني ٿين، چوٿين ۽ پنجين صدي هجريءَ ڌاري سڌانت جي تڪميل لاءِ ڪيترين ڪوششون ڪيون ۽ يوناني اصولن توڙي ذاتي تحقيقن مطابق ان ۾ اضافو بہ ڪندا رهيا.

**جوتواڻي، موتي لال، ڊاڪٽر**: سنڌ جي ناميارو اديب ۽ اسڪالر ڊاڪٽر موتي لال جوتواڻي جو پورو نالو موتي لال واڌومل جوتواڻي آهي. سندس جنم 13 جنوري 1936ع تي سکر، سنڌ ۾ سندس ناناڻن جي گهر ۾ ٿيو. سندس ٻالڪ پڻو چئن شهرن، روهڙي، سکر، جيڪب آباد ۽ ڪراچيءَ ۾ گذريو. ننڍپڻ جو وڏو حصو هن ڏاڏاڻي گهر روهڙيءَ ۾ گذاريو. روهڙيءَ ۾ هن جو گهر ٺڪر محلي ۾ هو. موتي لال جوتواڻيءَ جو ڏاڏو ۽ وڏا ماما حلوائي هئا، سندس ڪٽنب ۾ فقط هن جو والد ئي هو. جيڪو مئٽرڪ تائين تعليم حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو. نہ صرف ايترو، پر سندس والد ديس جي آزاديءَ جي هلچل ۾ بہ خوب حصو ورتو. موتي لال جي والد روهڙيءَ ۾ شام جي وقت 'راتڙي پاٺشالا' هلائي، قومي سکيا ڏيڻ جو فرض نڀايو. اتي هندي ۽ انگريزي سيکاري ويندي هئي. بعد ۾ سندس والد کي جيڪب آباد ۾ شيوارام اسڪول ۾ استاد مقرر ڪيو ويو ۽ پوءِ کي جي ڪلناڻي هاءِ اسڪول ۾ تعليمدان طور خدمتون سرانجام ڏنائين. انهن ٽنهي شهرن ۾ موتي لال جوتواڻيءَ بہ تعليم حاصل ڪئي. موتي لال کي شروع کان ئي ادب ۽ ٻولين سان لڳاءُ هو. هيءُ جڏهن يارهون درجو پڙهندو هو، تڏهن کيس مرهٽي زبان سکڻ جو شوق ٿيو، پر سندس اهو شوق اڌورو رهجي ويو. ڇاڪاڻ تہ سندس والد جي بدلي لجپت نگر اڪيڊمي نئين دهليءَ ۾ ٿي ۽ کيس اوڏانهن وڃڻو پيو. موتي لال مئٽرڪ جو امتحان دهليءَ جي گورنمينٽ هاءِ اسڪول مان پهرين ڪلاس ۾ پاس ڪيو. سندس والد 1976ع ۾ گذاري ويو. موتي لال جي شادي 21 مئي 1961ع ۾ ٿي. سندس گهرواريءَ جو نالو راج آهي. شاديءَ وقت راج جي عمر 19 سال ۽ موتي لال جي عمر 25 سال هئي. ڊاڪٽر موتي لال جوتواڻي شروعاتي دور ۾ 1962ع تائين اسڪول ۾ استاد طور خدمتون سرانجام ڏنيون. 1962ع کان 1965ع تائين آل انڊيا راجڪوٽ ۾ سروس ڪيائين. 1965ع ۾ ديش بندو ڪاليج ۾ سنڌيءَ جو ليڪچرار مقرر ٿيو ۽ ساڳئي ڪاليج ۾ پروفيسر ٿيو ۽ ان ئي عهدي تان رٽائر ٿيو. موتي لال کي وزيٽنگ اسڪالر طور برٽش ميوزيم لنڊن ۽ هارورڊ يونيورسٽي آمريڪا ۾ خدمتون سرانجام ڏيڻ جو موقعو پڻ حاصل ٿيو. هن هانگ ڪانگ، ٽوڪيو، هلائي ۽ سيول ۾ هندستاني ادب تي ليڪچر ڏنا. ڪيس ٽي پٽ ٿيا، جن مان وڏي ۾ وڏو پٽ 29 سالن جي عمر ۾ 13 اپريل 1993ع تي گذاري ويو. جنهن جو غم هو آخر تائين وساري نہ سگهيو. ڊاڪٽر موتي لال جوتواڻي پنهنجو ادبي سفر ڪهاڻين لکڻ سان شروع ڪيو. سندس پهرين ڪهاڻي 'وير ارجن' جي نالي سان ڇپي، سندس ٻي ڪهاڻيءَ جو نالو 'مڪتي' هو.



ان زماني جا مسئلا سنڌي جاتيءَ جا اهم مسئلا هئا. هو هڪ ئي وقت ڪهاڻيڪار، ناول نگار، مضمون نگار ۽ محقق هو. ڊاڪٽر جوتواڻيءَ جا ٽي ڊزن کن ڪتاب ڇپيل آهن. سنڌي، هندي ۽ انگريزيءَ ۾ ڇپيل سندس ڪتابن تي گهڻي ٽيڪا ٽپڻي بہ ٿي آهي. ڊاڪٽر جوتواڻيءَ "شاهہ لطيف- هز لائيف اينڊ ورڪس" عنوان تي پي. ايچ. ڊي ڪئي.

ڊاڪٽر جوتواڻي جي آتم ڪهاڻي 'آتم ڪٿا جي نالي' سان 2006ع ۾ ڇپي آهي. ڊاڪٽر جوتواڻيءَ کي 2002ع ۾ ڀارت جو وڏي ۾ وڏو صدارتي اوارڊ پدم شري ڏنو ويو. جيڪو ڪانئس اڳ پروفيسر رام پنجواڻيءَ کي بہ مليو هو. ڊاڪٽر صاحب 2004ع ۾ سنڌ سرڪار جي ثقافت کاتي جي دعوت تي شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي عرس جي موقعي تي ٿيندڙ ڪانفرنس ۾ شرڪت لاءِ سنڌ آيو. ڀٽ شاهہ تي ادبي ڪانفرنس ۾ صدارت ڪيائين. سنڌ يونيورسٽي جي سنڌي شعبي جي چيئرپرسن ڊاڪٽر نور افروز خواجا جي دعوت تي سنڌي شعبي ۾ 'شاهہ ۽ سنڌيت' تي ليڪچر ڏنائين. جتي ڪيس ۽ سندس گهرواريءَ کي وڏو مان مليو. ڊاڪٽر موتي لال جوتواڻي هڪ اهڙو ليکڪ شاعر ۽ اسڪالر هو جنهن تي سنڌ ۽ هند واسي فخر ڪن ٿا. هن جنوري 2008ع ۾ وفات ڪئي.

**جوتي ڪلامندر بمبئي**: 1973ع ڌاري هيءَ ناٽڪ منڊلي مرلي ميرچنداڻي، پي. بي چاند، آوت دوداڻي، سي رام ۽ جوتي ٺاهي. هن منڊليءَ جي ناٽڪن جا مشهور ليکڪ رميش مهتا، پي، بي چاند، رام ٻيلاڻي 'خمار' ۽ مدن جماڻي هئا. جڏهن تہ هدايتڪار بہ ساڳيا ليکڪ هئا. هن منڊليءَ جي مشهور ناٽڪن ۾: 'سورٺ راءِ ڏياچ'، 'هيلو آپٽ ائڪٽر ٽيڻ'، 'تنهنجوئي آڌار'، 'رشتا ناتا'، 'ڪاڪو ڪلومل'، 'ماءُ منهنجي'، 'ڊاڪٽر مان کي تون'، 'ساري رانگ نمبر'، 'لنگڙو ڊاڪٽر'، 'ليک مٽائي ڪير نہ سگهندو'، 'زندگي'، 'هڪ ناٽڪ' ۽ 'پکيئڙا پڃري جا' شامل آهن. هنن ڊرامن جي ڪلاڪارن ۾ لڪشمي منسکاڻي، چندرا سپي، وِينا دوداڻي، پونم برج موهن، شيلا ساجناڻي، رجني، سنڌو جماڻي، متو بخشاڻي، منوج ڪمار، رميش مهتا، رميش راجپال، رام لهيجا، شيام آهوجا، ڀڳوان ڀاوناڻي، منوهر دادلاڻي، پي. بي. چاند، رميش ڪرناڻي، گلاب هيرا، خوشي مٽائي، رامچند رهيجا، رام رسيلا، جسونت ڪمار، ڪشنچند پريمي ۽ مدن جماڻي اچي وڃن ٿا.

**جُوئِي**: جُوئيءَ جو ٻوٽو خاص ڪري ٿر ۾ ڀٽن جي لاهين تي اپرندو آهي. هن جو گهاٽو جهڳٽو پنن ۽ تيلين سان گڏيل ٿيندو آهي. وچ مان ٻہ چار تيليون وڏي فوٽ- ڏيڍ جيڏيون ڊگهيون ٿينديون آهن، جن جي ڇيڙن ۾ ننڍا ۽ سنها سنگ ٿيندا آهن. هن ٻوٽي کي سنڌ ۾ ڪي 'ڏنار ڪٽوري' ۽ ڪي 'مارئيءَ جو پٽر' ۽ ڪي 'سسئي جو پٽر' بہ چوندا آهن، پر ٿر ۾ عام طرح 'جُوئِي' جي نالي سان مشهور آهي. هيءُ خوشبودار ٻوٽو آهي، ماڻهو پٽي ڪٽي آڻيندا آهن. ڀاڳياڻيون ڪير گرم ڪرڻ ۽ ولوڙڻ جا ڪُنا اُن سان صفا ڪنديون آهن. ڪُنن ۾ ڀاڻي وجهي منجهس جوئي وجهي باهہ تي چاڙهينديون آهن. ڪوسي ٿيڻ تي لاهي اندر جوئي سان چڱيءَ طرح ڌوئي ڇڏينديون آهن.

**جوپاڙيہ**: ٿر ۾ رهندڙ سوٽهڙ قبيلي / ذات جي هڪ پاڙي جو نالو آهي، جيڪي ٿر جي ڳوٺن: ڇهي سوٽهڙ، ٻاراڄ، ڀاٻوهر، ٻيواڻي، مٺي ۽ حيدرآباد ۾ رهن ٿا.

**جوڏا ٻائي**: جوڏا ٻائي مغل بادشاهہ جلال الدين اڪبر جي پنجون نمبر زال هئي، اها ئي راڻي سندس اصل پٽ راڻي هئي. بادشاهہ اڪبر دهليءَ تي پنهنجي حڪمرانيءَ واري دور، سن 1556ع کان 1605ع تائين لاڳيتو جنگين ۽ بغاوتن کي منهن ڏيڻ ۾ رڌل رهيو. هن حڪمرانيءَ جي اوائلي دور ۾ جئپور کي فتح ڪيو ۽ اتي جي راجا بهاري مل (ڀارمل) جي ڌيءَ، راجا ڀڳوان داس جي ڀيڻ، جوڌا ٻائيءَ سان شادي ڪئي، اها شادي 1562ع ۾ ٿي، جڏهن تہ جوڌا ٻائيءَ جو جنم 1532ع ڌاري ٿيو هو ۽ شاديءَ وقت سندس عمر 30 سال هئي.



اڪبر کي راجپوتانا جي رياستن: جئپور، رڻٿمبور، جوڌپور، بيڪانير، جيسلمير منجهان مالوي جو حاڪم باز بهادر ۽ ميواڙ جي حاڪم راڻي سنگرام سنگهہ جو پٽ اُديسنگهہ ۽ سندس پٽ پرتاب سنگهہ ڏکيا لڳا، پر هن همت سان ميواڙ جي گاديءَ جي هنڌ چتوڙ کي فتح ڪيو ۽ ٽن سالن اندر سمورين راجپوت رياستن هنن جي آڏو آڻ مڃي. 1570ع ۾ اڪبر بادشاهہ راجپوتانا جي ٻن رياستن، بيڪانير ۽ جيسلمير جي راجائن جي ڌيئرن سان بہ شاديون ڪيون. اڪبر بادشاهہ راجپوتن کي شڪست ڏئي، سندن علائقا مغل شهنشاهيت ۾ شامل ڪيا ۽ راجپوتن کي پنهنجي درٻار ۾ جاءِ ڏني. انهن راجپوتن مان هن هڪ بهاري مل راجپوت (راجا ڀارمل)، راجا ڀڳوانداس ۽ راجا مانسنگهہ راجپوتن کي پنهنجي وڏيڪ ويجهو آندو. بهاري مل جي ڌيءُ جوڌا ٻائيءَ سان شادي ڪرڻ کان پوءِ اڪبر جوڌا ٻائيءَ کي پنهنجي ماءُ حميده بيگم جي لقب 'مريم مڪاني' جي وزن تي 'مريم زماني' جو خطاب ڏنو اڪبر بادشاهہ کي پٽ اولاد نہ بچندو هو. ان لاءِ هن شيخ سليم چشتيءَ کان دعا گهري، جنهن کيس پٽ ڄمڻ جي بشارت ڏني، اڪبر پنهنجي حرم مان پڇا ڪئي تہ ڪيس 'ماهم انگا' ڄاڻ ڏني تہ جوڌا ٻائي اميد سان آهي، هن جوڌا ٻائيءَ کي شيخ سليم چشتيءَ جي گهر، اُميد وارا ڏينهن دعائن سان گذارڻ لاءِ اجمير اماڻي ڇڏيو ان ريت جوڌا ٻائي، راجپوت روايت موجب ڳورهارپ جا ڏينهن پيڪن ۾ گذارڻ بدران هڪ مسلمان ولي سليم چشتيءَ جي گهر ۾ گذاريا. شهزادو سليم عرف جهانگير، جوڌا ٻائيءَ مان شيخ سليم چشتيءَ جي گهر ۾ ئي 17 ربيع الاول 977 هہ / 9 سيپٽمبر 1569ع تي ڄائو هن جي پيدائش جي تاريخ جو سن 'درشهوار لئجہ اڪبر' مان نڪري ٿو اڪبر پٽ ڄمڻ جي باس پوري ڪرڻ لاءِ فتح پور سيڪريءَ کان پيرين پنڌ اجمير پهتو ۽ پٽ جو نالو 'سلطان سليم' رکيائين، جنهنڪري 'تزڪ جهانگيري' ۾ شاهجهان بادشاهہ، ماءُ کي 'مريم زماني' سڏيو آهي.

جوڌا ٻائيءَ کي شاهي محل ۾ وڏا حق حاصل هئا. هن کي شاديءَ کان پوءِ هندومت موجب پوڄاپاٺ ۽ اهم مقدس ڏڻ ملهائڻ جو حق حاصل هو. ان سان گڏ هوءَ مذهب اسلام جو احترام ڪندڙ خاتون هئي. هن پنهنجي پٽ شهزادي سليم عرف جهانگير جي شادي مغل دربار جي هڪ اهم امير ۽ پنهنجي ڀاءُ راجا ڀڳوانداس جي ڌيءَ ۽ ڪنور مانسنگهه جي ڀيڻ ’مانَ ٻائيءَ‘ سان ڪرائي. اها شادي 30 ربيع الاول 994هه/ 21 مارچ 1586ع ۾ جشن نوروز جي ڏينهن ٿي ۽ انهيءَ ڏينهن ڪابل جي امير مرزا محمد حڪيم جي وفات سبب ڪنور مانسنگهه ڪابل جو حڪمران مقرر ڪيو ويو.

اڪبر بادشاهه شهزادي سليم جي ڄمڻ کان پوءِ جوڌا ٻائيءَ جي نئين اسلامي لقب تي لاهور ۾ ’مسجد مريم زماني‘ تعمير ڪرائي. مغل دؤر جي هندو توڙي مسلمان مورخن جي مستند تاريخن ۾ سواءِ ’محمد قاسم فرشته‘ جي، جوڌا ٻائيءَ کي ’پورن مل‘ جي ڌيءَ ڄاڻايو آهي، جڏهن ته هوءَ راجا بهاري مل جي ڌيءَ، راجا ڀڳوان داس جي ڀيڻ ۽ جئپور جي راجا موهن سنگهه جي ڦُڦي هئي. اڪبر جي پهرين زال سندس چاچي هندال جي ڌيءَ رقيه بيگم هئي، جنهن سان هن 1551ع ۾ شادي ڪئي، ٻي زال زميندار جمال خان جي ڌيءَ، ٽين زال عبدالله خان مغل جي نياڻي، چوٿين زال سندس پڦاٽ ۽ بيرم خان جي بيواهه سليمه سلطان بيگم هئي، جڏهن ته پنجين زال جوڌا ٻائي، سندس خاص راڻي هئي. اڪبر لاءِ تاريخن ۾ اچي ٿو ته هن ڪيترين ئي شادين ڪيون هيون.

جوڌا ٻائي عالم هجڻ سان گڏ سياسي بصيرت جي به مالڪ هئي. ڪانئس پوءِ جيڪڏهن مغل خاندان جي ڪا عورت سياست ۾ سرگرم نظر اچي ٿي ته اها جهانگير بادشاهه جي زال ملڪه نورجهان بيگم آهي. تاريخي حوالن ۾ اچي ٿو ته مريم زمانيءَ (جوڌا ٻائيءَ) وٽ هڪ پاڻيءَ جو جهاز به هو، جيڪو هن حج ۽ عمري لاءِ وقف ڪري ڇڏيو هو. اهو جهاز حج يا عمري تي ويندڙ زائرين کي کڻي ويندو هو ۽ عمري بعد واپس کڻي ايندو هو. مغل سلطنت جي هن ٻَٽ راڻيءَ، 2 رجب 999هه/ 26 اپريل 1591ع تي وفات ڪئي. سندس مقبرو دهلي آگرا نيشنل هاءِ وي تي فتح پور سيڪريءَ جي ويجهو تعمير ٿيل آهي. اهو گجراتي اڏاوتي طرز جو شاهڪار آهي، جڏهن ته جوڌا ٻائيءَ جو محل پڻ گجراتي ۽ اسلامي طرز تعمير موجب مختلف قسمن جي ونگن (Arches) ۽ چٽسالي‌ءَ (Carved decoration) جو عاليشان نمونو آهي. انهيءَ محل ۾ ’هوا محل‘ نالي هڪ ڪمرو هو جنهن تي پٿر جي اُڪر ۽ چٽسالي‌ءَ جا انيڪ ورن ڏنل آهن. اهڙيءَ چٽساليءَ جو بيو مثال احمدآباد (گجرات) واري بادراجي مسجد ۽ سنڌ ۾ مڪليءَ تي ’جان بابا‘ جو مقبرو آهي. جوڌا ٻائيءَ جو هي اهم مقبرو ڏسڻ لاءِ روزانو هزارين سياح فتحپور سيڪري اچن ٿا. جوڌا ۽ اڪبر جي ڪردار تي ڀارت ۾ اشوتوش گواريڪر نالي ڊائريڪٽر ۽ پروڊيوسر هڪ فلم به ناهي آهي، جيڪا 15 فيبروري 2008ع تي رليز ٿي چڪي آهي، جنهن جي موسيقي نامور موسيقار اي. آر. رحمان ڏني آهي. هن فلم ۾ اداڪارن ۾ هرتيڪ روشن، ايشوريا راءِ، ڪل ڀوشن ۽ سونو سود وغيره شامل آهي. جوڌا ٻائيءَ جو ڪردار ايشوريا راءِ بچن ادا ڪيو آهي. هن فلم ڪيترا اوارڊ به ماڻيا آهن. هن فلم جي اجراءِ تي ڪن راجپوتن اعتراض ڪري ان کي تڪراري بڻائي ڇڏيو آهي.

**جوڌاڻو/ جوڌيو** (لوڪ گيت): ’جوڌاڻو‘ يا ’جوڌيو‘ ٿرپارڪر جو مشهور لوڪ گيت آهي. مضمون جي لحاظ کان هيءُ مجاز ۽ محبت تي آڌاريل آهي. هن گيت لاءِ روايت آهي ته هڪ عورت جو جمال شاهه نالي همراهه سان نينهن لڳو اها عورت ان شخص جي سِڪ کي سانڍي، سندس اچڻ جي اڪير ۾ واٽ نهاريندي ٿي رهي ۽ هر ايندڙ کي ڏسي، ان کي جمال شاهه سمجهندي سرتين کي چوندي هئي ته سندس محبوب ’جمال شاهه‘ ايندو هوندو، ۽ هوءَ ساڻس گڏجي ڏڻ چوندڻ ويندي. هي گيت عورتاڻي زبان ۾ چيل آهن، پر اڪثر مرد ڳائين ٿا. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پنهنجي ڪتاب ’لوڪ گيت‘ ۾ رائچند هريجن کان روايت بيان ڪندي لکي ٿو ته ’جوڌي‘ لفظ لاءِ امڪان آهي ته هيءَ ڪنهن خاندان جو لفظ هجي، جنهن کي جوڌاڻا سيد ڪري سڏيندا هجن ۽ عورت جنهن جمال شاهه جي فراق ۾ هيءُ لوڪ گيت چيو، ان جو نالو به ’جميل شاهه جوڌاڻو‘ هجي، چوته هيءُ گيت ڪن هنڌن تي ’جميل شاهه جوڌاڻو‘ جي نالي سان پڻ رائج آهي. هن گيت ۾ عمرڪوٽ جو گهڻو ذڪر ٿئي ٿو ان مان اندازو ٿئي ٿو ته هي ٻئي عاشق محبوب ان علائقي جا هئا. هن لوڪ گيت جا ٻه شعر نموني طور هيٺ ڏجن ٿا:

رات تان ساري، هون هيڪلڙي هَتي
(راتوڪي سڄي رات اڪيلي هيس)
بِلڪي بِلڪي هون اونچي تان اُني ڙي ڏهوئيو
(سڏڪي سڏڪي ماڙيءَ تان لٿي آهيان)
جمال شاهه جوڌاڻو ڏهوئيو جوئان ڙي....
(جمال شاهه جوڌاڻي جي واٽ نهاريان پئي).
جوڌيا مارُوڙي! مين امراڻي ري مارگي
اي جوڌيا! مين مُروئو روپيو ڙي.

**جوڌپور** (Jodhpur): جوڌپور هندستان جي رياست راجستان جو هڪ شهر آهي، جنهن جو بنياد 1459ع ۾ راٺوڙ قبيلي جي سردار راءِ جوڌا وڌو. هيءُ راجستان رياست جو ٻيو نمبر وڏو شهر آهي. هتي راجستاني، مارواڙي، هندي ۽ سنڌي ٻوليون ڳالهايون وڃن ٿيون. 2010ع جي آدمشماري مطابق هن شهر جي آبادي 652، 006، 1 آهي. هن شهر جي ڪيڙ 50. 95 ڪلوميٽر (37 چورس ڪلوميٽر) آهي. هيءُ شهر سمنڊ جي سطح کان 231 ميٽر (758 فوٽ) مٿي آهي. هيءُ شهر ويڪرائي ڦاڪ 26°17N73°1E ۾ واقع آهي. 1949ع تائين هيءُ شهر ساڳئي نالي سان مارواڙ جي گاديءَ جو هنڌ رهيو. هيءُ شهر واپاري مرڪز آهي، جتي هٿ جي هنر، چمڙي، هاٿيءَ جي ڏندن مان ٺهيل شين ۽ ڌاتوءَ جي سامان وغيره جو واپار ٿئي ٿو. جوڌپور ۽ ان جي ڀرپاسي ۾ ڪيترا قلعا ۽ پراڻا مندر ٺهيل آهن. هيءُ مشهور سياحتي ماڳ به آهي، جتي هر وقت سياحن جي رش رهي ٿي. هيءُ روشن سج وارو شهر (سوريه نگري) به سڏيو وڃي ٿو ڇاڪاڻ ته هتي روشني تمام گهڻي هوندي آهي. ان کان سواءِ گهرن جي اڪثريت نيري رنگ جي هجڻ ڪري هي (Blue City) پڻ سڏيو وڃي ٿو. هن شهر جي چوطرف پٿر جي ديوار ڏنل آهي. هيءُ شهر راجستان

مرڪز ۾ هجڻ ڪري ’نيرو‘ شهر شروع کان ئي ي دهليءَ ۽ گجرات سان ڳنڍيل رهيو. مرڪز ۾ هجڻ ڪري هن وڏو ـو ٿيو ته هتي جي ماڻهن کي آفيم، کجور، ڪافي، ڪوپر، ريشمي ڪپڙن وغيره جي واپار ۾ وڏو فائدو ٿيو. مغل سلطنت دوران هيءُ شهر خودمختيار رياست جي صورت ۾ رهيو. ان عرصي دوران هتي وڏا وڏا جنرل ٿيا، جن ۾ مهاراجا جسونت سنگهه به شامل آهي. جوڌپور جي ماڻهن اڏاوتي فن ۾ جدت آندي ۽ پوري ملڪ ۾ مشهور ٿيا. 1679ع ۾ اورنگزيب هن شهر تي قبضو ڪيو



جوڌپور ۾ موجود مهران ڳڙهه قلعي جو ڏيک

پر 1707ع ۾ اورنگزيب جي مرڻ کان پوءِ مغل شهنشاهيت جو زوال اچڻ شروع ٿيو پر جوڌپور جي رهواسين هن صورتحال مان فائدو نه ورتو ۽ هڪ ٻئي سان ويڙهه ۾ مصروف رهيا. هنن جي ان ويڙهه مرهٽن لاءِ قبضي جو دروازو کولي ڇڏيو. جنهنڪري مرهٽن هن رياست کي استحڪام ڏيڻ بجاءِ تباهه ڪري ڇڏيو. 50 سالن جي جنگين، جهيڙن ۽ معاهدن جو نتيجو اهو نڪتو جو هن تي 1818ع ۾ برطانيا قبضو ڪري ورتو. برطانوي حڪومت جي دور ۾ جوڌپور شهر ايراضيءَ جي لحاظ کان راجپوتانا جي وڏي رياست هو. هتان جا مارواڙي واپار جي لحاظ کان پوري هندستان ۾ وڏو رتبو رکندا هئا. 1947ع ۾ جڏهن هندستان جو ورهاڱو ٿيو ته جوڌپور راجستان جو ٻيو وڏو شهر بڻجي ويو. ورهاڱي وقت جوڌپور جي حڪمران جسونت سنگهه نٿي چاهيو ته هيءَ رياست هندستان سان ڳنڍجي، پر سردار ولڀ ڀائي پٽيل، جيڪو ان وقت ڪانگريس جو مرڪزي اڳواڻ هو، جوڌپور کي هندستان سان ڳنڍائي ڇڏيو. State Reorganization Act 1956 تحت جوڌپور کي راجستان جو حصو بڻايو ويو. هتان جي مشهور جاين ۾ ڏهرنگر قلعو، جسونت ٿڙا، اوسيان مندر، مندور، ڪلياڻ ڊنڊ ۽ باغ، بلشمند ڊنڊ، سردار سمنڊ ڊنڊ ۽ محل، ڏاوا ٻيلو، ڪچن، اوسيان ۽ ٻيا شامل آهن. هتي ڪيترائي ڏڻ وغيره ملهايا وڃن ٿا. جن ۾ مارواڙ تهوار، مهاوير جيانتي، بابا رامديو وغيره جا ڏينهن شامل آهن. مهراڻ ڳڙهه قلعو جبل جي هڪ ٽڪريءَ چڙيا ٽونڪ تي اڏيل آهي. هتي راجستان هاءِ ڪورٽ جي نالي سان عدالت پڻ قائم آهي. تعليمي ادارن ۾ ’AIIMS‘ ۽ ’NLU‘، ’IIT‘، ’M.B.M.Engg College‘ شامل آهن. هتي ريلوي، هوائي ۽ روڊ رستي جي سفر جون سهولتون موجود آهن.

**جوڊو ڪراٽي**: جوڊو ڪراٽي جي تاريخ به ايتري پراڻي آهي، جيتري جپان جي تاريخ پراڻي آهي. جوڊو جي معنيٰ آهي ’نرميءَ جو رستو‘ يا ’وڙهڻ جو شريفاڻو انداز‘. جپان ۾ جوڊو کان پهرين هڪ خطرناڪ راند ’جوجٽسو‘ کيڏي ويندي هئي، جيڪا هٿيارن کانسواءِ دفاع جو جپاني طريقو هئي. هن راند جي تربيت ۾ عضون جي علم جي ڄاڻ ضروري هئي. هيءَ راند وڏي عرصي تائين جپاني اميرن ۾ رائج هئي. ويهين صدي عيسويءَ جي ابتدا ۾ يورپ ۽ آمريڪا ۾ به هن راند ۾ دلچسپي ورتي وئي. 1877ع ۾ جرمني، اٽلي ۽ سوئيڊن گڏيل طور يورپين جوجٽسو يونين قائم ڪئي ۽ پوءِ ’جوجٽسو‘ ۾ ترميم ڪري هن کي راند جو درجو ڏياريو ويو. 1887ع ۾ انٽرنيشنل جوجٽسو فيڊريشن جو نئون نالو ’جوجٽسو انٽرنيشنل فيڊريشن‘ منظور ڪيو ويو.

جوجٽسو انتهائي خطرناڪ فن هو. هن جو باني هڪ چيني راهب چهن چن يو آن پنگ هو. جپان ۾ سترهين صديءَ ۾ جوجٽسو جا ڪيترا اسڪول قائم ٿي چڪا هئا، جنهن ۾ نوجوان هن فن جي تربيت حاصل ڪندا هئا. انهن ڏينهن ۾ جپان تي اولهه-وارن جي حڪومت هئي، سموراٽئي پاڻ سان تلوار رکندا هئا. ان ڪري هن فن جي مظاهري دوران ڪنهن هڪ ڌر جو سر هليو ويندو هو. اڪثر زنده بچندڙ به سڄي عمر لاءِ معذور ٿي ويندا هئا. 1871ع ۾ سموراٽئي جوجٽسو جي رانديگرن وٽ تلوار رکڻ تي بندش وڌي وئي، پر راند جي وحشياڻي طريقي ۾ ڪا به گهٽتائي نه آئي. ٽوڪيو يونيورسٽيءَ جي پروفيسر جگودو ڪانو محسوس ڪيو ته جيڪڏهن اها ئي صورتحال



جوڊو ڪراٽي

رهي ته جپان ۾ هن فن جو نالو نشان مٽجي ويندو. ان ڪانپوءِ هن جاپان جي بهترين استادن کان هيءُ فن سکيو ۽ هن ۾ خطرناڪ انگ الڳ ڪري، نئين انداز ۾ ’جوڊو‘ کي متعارف ڪرايو. پروفيسر هن راند ۾ هڪ نئون اصول ’سوري ڪومي‘ متعارف ڪرايو. جنهن جي ذريعي پهرين مخالف جو توازن بدلايو ويندو هو، پوءِ ٿرو ڪيو ويندو هو. دراصل جگودو ڪانو، جوڊو ۽ جوجٽسو ۾ فرق واضح ڪرڻ پئي گهريو. هن ’جوڊو‘ ۾ هڪ اعليٰ اصول وضع ڪيو يعني ’گهٽ محنت ۽ وڌيڪ ڪارڪردگي‘. ’جوڊو‘ 1882ع ۾ متعارف ڪرايو ويو هو.

**جوريجي**: هيءَ ديهه تعلقي ڪراچيءَ جي يونين ڪائونسل، گلشن حديد بن قاسم ٽائون ۾ آهي. هن علائقي ۾ جهور جو وڻ گهڻي تعداد ۾ ٿيندو آهي. جنهنڪري هن علائقي جو نالو ’جهوريجي‘ جوريجي ٿيو. هن ۾ گلشن حديد، اسٽيل ٽائون، ملير ڊولپمينٽ جي نيو ملير اسڪيم جو گهڻو حصو اچي وڃي ٿو.

**جوڙ توڙ:** هيءَ هڪ مشهور گاهه آهي، جيڪو گھڻو ڪري واٽر ڪورس جي ڪناري تي ٿئي ٿو. هن ۾ ڳريون هونديون آهن، جن کي ڇڪڻ سان الڳ ڪري سگهجي ٿو. وري ملائڻ سان ڳنڍجي وڃن ٿيون، جو خبر ئي نه پوندي آهي ته هنن کي ڪو الڳ ڪيو ويو هو. انهيءَ ڪري هن گاهه جو نالو جوڙ توڙ رکيو ويو آهي. سنڌ ۽ پنجاب جي سرائڪي علائقن ۾ هن کي 'ٽوٽڪ ٻوٽي' به چيو ويندو آهي. هن جو مزاج سرد ۽ خشڪ ٻنهي موسمن وارو ٿئي ٿو.

**جَوڙو:** هيءَ سنڌي ڀرت جو نمونو آهي، جيڪو ٿر، لاڙ، اتر وارن طبعي پاڳن جون عورتون ڀرينديون آهن. 'ريسو' ڀرڻ کان پوءِ 'جوڙو' ڀربو آهي. مُڪي (ٽوپي چاڙهڻ وارو پاسو) جي ٻن ٻاردرن جي وچ ۾ ريسي کان هيٺو يا ٽيڏو ٿئي ٿو وچ واري خال ۾ وري ساڳئي مُڪي سان سگهڙ زالون پنهنجي مرضيءَ موجب گول، ٻن ڪنڊن ۽ ٽن ڪنڊن وارا خانا ٺاهينديون آهن. انهن خانن ٺاهڻ مهل سگهڙ زالون وڏي مهارت کان ڪم وٺنديون آهن. خانن ٺاهڻ کان پوءِ خانن کي مختلف رنگن جي ڌاڳن يا ڪشميري رنگ واري ڌاڳي سان ڀريو ويندو آهي. اهڙي عمل کي 'ٻيجو' چوندا آهن. اهڙيءَ طرح مختلف رنگن جي ڌاڳن جي ٽوپن جي ميلاپ سبب 'جوڙو ڀرت' انڊلٺ بڻجيو پوي ۽ گھڻو خوبصورت لڳي ٿو. ڪي سگهڙ زالون خانن ۾ شيشي جون ٽڪون به رکنديون آهن.

**جوڙوئو:** تعلقي مٺيءَ جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

هرپار، يوسف جي واند، گوگاسر، ليمي جي واند، ابن جو ٽڙ، لياري، آهريو، پنج پڙا، سگهروڙ، ٻٽڙي ڪوڪر، ٻورلي پيل، پڪو، مولي جي واند، ڦل جي واند، ٻٽڙي ۽ جوڙوئو.

**جوڙي:** اڳي 'شوهي' کان وڌيڪ ٿلهو ڪپڙو به تيار ڪيو ويندو هو، جنهن کي 'جوڙي' چيو ويندو هو. 'جوڙي' غريب ماڻهو پائيندا هئا ۽ ان جي ٺاهڻ جو رواج انگريزن جي دور تائين موجود هو. جوڙي صرف اڇي رنگ جي ٿيندي آهي، موهن جي دڙي جي آثارن مان معلوم ٿئي ٿو ته ان زماني ۾ به هن قسم جو ڪپڙو اُڻندو هو، ڇاڪاڻ ته ان قسم جي ڪپڙي جي رڳڙ جا نشان ڪن مهرن تي مليا آهن. قديم زماني ۾ ڪپڙي جي ٿان کي به 'جوڙي' سڏيو ويندو هو.

**جوزا:** تارن جو هڪ ميڙ (برج) آهي، جيڪو ٻن جاڙن چوڪرن جي شڪل جهڙو هوندو آهي. ان ميڙ ۾ ٻنهي جاڙن جا منهن سامهون نظر ايندا آهن. جاڙا ٻار هن برج جي سڃاڻپ آهن. هن برج ۾ سج جي ٽين منزل ليکي ويندي آهي، جنهن جو عرصو 22 مئي کان 21 جون تائين تصور ڪيو ويو آهي، انهيءَ دور جو عطارد گرهه حاڪم ليکيو ويندو آهي.

**جوزف اسٽالن:** مشهور روسي اڳواڻ جوزف اسٽالن جارجيا جي هڪ ننڍي علائقي 'گوريءَ' ۾ 1879ع ڌاري جنم ورتو. سندس پيءُ موچڪو ڪم ڪندو هو. جڏهن ته ماءُ هارياڻي هئس. جوزف اسٽالن جڏهن 11 سالن جو ٿيو ته سندس پيءُ وفات ڪري ويو. جوزف اسٽالن هوشيار شاگرد جي حيثيت ۾ سدائين اسڪالرشپ ڪٽندو هو. هن گھڻي تعليم گرجاگهر مان حاصل ڪئي. جتي پادرين کي سکيا ڏني ويندي هئي. تعليم دوران ئي سندس لاڙو مارڪسزم ڏانهن ٿي ويو ۽ هي لينن جو پوئلڳ بڻيو ۽ لينن طرفان ٿيندڙ ڳجهين گڏجاڻين ۾ شرڪت ڪرڻ لڳو. زار جي پوليس هن



کي انهن سرگرمين سبب 1902ع کان 1913ع تائين 8 ڀيرا گرفتار ڪري، ڪيس سائيبريا جي برفاني علائقن ۾ قيد ڪري رکيو جتان هو 7 ڀيرا قيد مان ڀڄي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿيو. انهيءَ قيد دوران ئي هن پنهنجو نالو اسٽالن رکيو. جنهن جي معنيٰ آهي 'فولادي ماڻهو'. هي اعليٰ درجي جو منتظم هو. توڙي جو 1917ع واري انقلاب ۾ سندس ڪردار ننڍو نظر اچي ٿو پر هن 'بالشيوڪ پارٽي' کي منظم ڪرڻ ۾ تمام وڏو ڪردار ادا ڪيو. تنهن هوندي به پارٽيءَ اندر ڪيس اها اهميت نه ملي، جنهن جو حقدار هو.

1922ع ۾ مُک ڪميونسٽ پارٽيءَ جو سيڪريٽري جنرل ٿي ويو. هن جماعت ۾ شموليت سان سندس اثر ۽ رسوخ تمام گھڻو وڌيو. ان اثر رسوخ ڪيس اقتدار جي جنگ ۾ (جيڪا لينن جي وفات کان پوءِ شروع ٿي چڪي هئي) ڪاميابي ڏياري. لينن واضح طور چيو ته "اسٽالن هڪ انتهائي ظالم انسان آهي ۽ ان کي فوري طور سيڪريٽري جنرل جي عهدي تان هٽايو وڃي." هن ليون ٽراٽسڪيءَ کي پنهنجو جانشين بنائڻ ٿي چاهيو، پر لينن جي وفات کان پوءِ اسٽالن اهو وصيت نامو دٻائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. اهڙيءَ طرح اسٽالن پنهنجي سياسي حريف ٽراٽسڪيءَ واري جماعت کي شڪست ڏيئي پنهنجي اهم سياسي منصوبن تي ڪم ڪرڻ شروع ڪيو. اسٽالن پنهنجي مخالف قوتن کي تمام بيدرديءَ سان ختم ڪيو، جنهن ۾ هن ڪميونسٽ پسند قوتن جو وڏو نقصان ڪيو. اسٽالن جي ڏوهن ۾ خفيه پوليس جو ناجائز استعمال، جابرانه گرفتاريون، قتل ۽ غارت کان سواءِ پنهنجي حڪومت لاءِ معمولي کان معمولي ماڻهن کي جيلن ۾ تمام وڏيون سزائون ڏيڻ، عوام کي ڌمڪائڻ ۽ اطاعت تي مجبور ڪرڻ شامل آهن. اسٽالن جو اصل مقصد ملڪ ۾ مطلق العنان (ڊڪٽيٽرانه) حڪومت قائم ڪرڻ هو. هن جون معاشي پاليسيون پڻ مزدور طبقي کي ناپسند هيون ۽ انهن جي مخالفت به خوب ٿي. ٻي جنگ عظيم جي تمام گھڻي نقصان جي باوجود به روس دنيا جي ٻيو نمبر صنعتي طاقت جي حيثيت سان اڀريو (جيتوڻيڪ اسٽالن زراعت ۽ صنعت جي شعبن کي تمام گھڻو نقصان رسايو). اسٽالن جي خانگي زندگي به ايتري ڪامياب نه گذري. 1904ع ۾ هن جي شادي ٿي، پر صرف ٽن سالن کان پوءِ سندس گهرواري وفات ڪري وئي. هن جو پٽ جئڪب ٻي جنگ عظيم ۾ جرمن فوج جي هٿان گرفتار ٿيو ۽ اسيريءَ ۾ ئي مري ويو. 1919ع ۾ اسٽالن ٻي شادي ڪئي. هن جي ٻي گهرواريءَ 1932ع ۾ خودڪشيءَ جي ڪوشش ڪئي ته هن کي اسٽالن قتل ڪري ڇڏيو. ٻيءَ شاديءَ مان هن کي هڪ پٽ هو، جيڪو هوائي فوج ۾ آفيسر هو. اسٽالن جي ڌيءَ سوٽيلا سوويت يونين مان

فرار ٿي آمريڪا وڃي رهي. اسٽالن جي وڏي ۾ وڏي شخصيت جي وڏي ۾ وڏي اوڻائي اها هئي ته هو تمام وڏو ظالم هو. هن جي دل ۾ رحم نالي ڪا شيءِ نه هئي. انتهائي شڪي انسان هو پر هو وڏو قابل، پرجوش، مستقل مزاج ۽ مڪار انسان هئڻ سان گڏ غير معمولي ذهانت جو به مالڪ هو. پنهنجي حياتيءَ دوران اسٽالن روس جي سرحدن کي تمام گهڻو پکيڙيو ۽ متحده روس کي عظيم طاقت طور اڀاريو.

جوزف اسٽالن ٻي مهاڀاري لڙائيءَ دوران روس جو اهم ۽ وڏو اڳواڻ هو. هي اهو وقت جڏهن هٽلر روس ۾ 'آپريشن بار بروسا' شروع ڪيو. اهو 1941ع جو زمانو هو. پر هٽلر ڪامياب نه ٿيو. 1942/43ع ۾ هٽلر کي ماسڪو، لينن گراڊ ۽ اسٽالن گراڊ ۾ سخت شڪست ملي. اها اسٽالن جي همت هئي، جنهنڪري جرمنيءَ ۾ روسي فوج کي 1945ع ۾ وڏي ڪاميابي ملي. سندس موت لاءِ به گهڻا فسانا ٿيا. پاڻ 1953ع ڌاري گذاري ويو.

**جوزف سلاڊن:** جوزف سلاڊن انگريزن جي قبضي وقت سنڌ ۾ هڪ اعليٰ انتظامي عملدار ٿي رهيو آهي. بي. اي جي تعليم انڊين "سي ايس، بليل ڪاليج آڪسفورڊ" مان حاصل ڪئي، ان بعد 1885ع جي ڪميشن ۾ شامل ٿيو ۽ امتحان پاس ڪرڻ کان پوءِ سندس خدمتون بمبئي سرڪار جي حوالي ڪيون ويون. 1888ع ۾ سنڌ آيو. اسسٽنٽ ڪليڪٽر ۽ مئجسٽريٽ جي حيثيت ۾ ڪيريئر جو آغاز ڪيائين ۽ سنڌ جي ڪيترن ئي ضلعن ۾ اسسٽنٽ ڪمشنر ٿي رهيو. اعليٰ ذهانت سبب هن ترت ئي سنڌي ٻولي سکي ورتي ۽ سرڪار جو سنڌي ترجمي نگار مقرر ٿيو . سينيئر ڪليڪٽر جي حيثيت ۾ هن سنڌ جي ٻن ضلعن ۾ نوڪري ڪئي. پهريون پيرو 1907ع ۾ مختصر عرصي لاءِ ڪراچي ۽ ٻيو پيرو 1917ع کان 1918ع تائين ڪيس نواب شاهه جو ڪليڪٽر مقرر ڪيو ويو هن جو شمار انهن چند انگريز ڪامورن ۾ ٿئي ٿو، جن جي رٽائر ٿيڻ کان پوءِ سندن عهدي ۾ واڌارو ڪيو ويو ۽ ڪانئن انتظامي معاملن ۾ ڪم ورتو ويو.

**جوشاندو:** طبي اصطلاح ۾ اها دوا، جنهن کي جوش ڏئي (ڪاڙهي) مريض کي پياريو وڃي. هيءَ 'جوش ڏنل' دوا هوندي آهي، جنهن کي سنڌيءَ ۾ 'ڪاڙهو' به چوندا آهن. طب يوناني ۾ کنگهه، زڪام، بخار وغيره لاءِ جوشاندي جو استعمال ڪيو ويندو آهي. جوشاندي ۾: گل، بنفشو، ڪشميري، ڪناب، خطمي، مٺي ڪاٺي، ليسوڙا، منقا وغيره شامل ڪيل هوندا آهن.




اڄڪلهه مختلف يوناني ڪمپنين- همدرد، قرشي ۽ مرحبا وارن جا ٺاهيل جوشاندا، پڙين جي صورت ۾ مارڪيٽ ۾ ملن ٿا.

**جوش، شيخ عبدالحليم:** نامور شاعر عبدالحليم 'جوش' جو پورو نالو عبدالحليم ولد شيخ عبدالله آهي. هن نوآباد محلي، ڪراچيءَ ۾ 1- مارچ 1932ع ۾ جنم ورتو. هن جو والد شيخ عبدالله 'عبد' سنڌ جو هڪ ڪهنه مشق ۽ قادرالڪلام شاعر ٿي گذريو آهي. هن ابتدائي تعليم نوآباد ڪراچيءَ جي هڪ سنڌي اسڪول مان حاصل ڪئي. ابتدائي تعليم کان پوءِ ثانوي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ميرپورخاص پڙهڻ ويو. جتان 1948ع ۾ واپس ڪراچيءَ موٽي آيو ۽ سنڌ مسلم سائنس ڪاليج ۾ داخلا ورتائين. 1949ع ۾ تعليم سان گڏ لياري هاءِ اسڪول ۾ اُستاد ٿي ڪم ڪيائين.



شيخ عبدالحليم جي والد جي اسڪول ۾ ان زماني ۾ مشاعرا ٿيندا هئا. ڪيس ننڍي هوندي کان پنهنجي والد ۽ سنڌ جي ٻين شاعرن جي صحبت حاصل ٿي، جنهن سندس طبع ۾ شاعريءَ لاءِ چاهه پيدا ڪيو. 1951ع کان وٺي هن 'بزم ادب نظامي' ۽ 'محفل احباب' جي طرحي مشاعرن ۾ حصو وٺڻ شروع ڪيو. شاعريءَ جي لڳاءَ سبب ئي ڪاليج ۾ سائنس جو مضمون ڇڏي آرٽس پڙهيو. شروع ۾ پنهنجي والد بزرگوار کان شاعريءَ جي تربيت وٺندو هو. تخيل جي بلنديءَ ۽ استاد شاعرن جي همت افزائيءَ سبب غزل جو بهترين شاعر ٿي اڀريو. ان دوران مضمون نگاريءَ جي به ابتدا ڪيائين. نئين زندگيءَ ۾ سندس فن ۽ تنقيد جي مختلف مسئلن تي ڪيترائي مضمون ڇپيل آهن. ڪجهه عرصو ماستري ڪرڻ بعد، اها نوڪري ڇڏي، سنڌ اطلاعات کاتي ۾ داخل ٿيو ۽ ترقي ڪري ڊائريڪٽر انفرميشن جي عهدي تائين پهتو. جوش نه رڳو ڪراچيءَ جي مشاعرن جي جان هو، پر سنڌي ادبي سنگت ڪراچيءَ جو به ميمبر هو. اياز قادري ۽ محمد ابراهيم جويي جي خيالن ڪيس متاثر ڪيو. سندس همعصرن ۾ تنوير عباسي، لعل محمد لعل، علي محمد مجروح، مظفر حسين جوش، شمشير الحيدري، محمد حسن ساز ۽ تاج بلوچ اچي وڃن ٿا.

عبدالحليم جوش شاعريءَ جي اڪثر صنفن تي طبع آزمائي ڪئي آهي، پر غزل جي شاعريءَ ۾ بلند مقام رکي ٿو. سندس غزل ۾ تغزل ۽ غزل جا سمورا لطيف قدر ۽ معيار موجود آهن. ماحول ۽ زندگيءَ جي مسئلن جي ترجماني، سندس اشاريت ۽ رمزيت ۾ سمايل آهي. جنهن ڳالهه ڪيس فني طور پختي ۽ قادرالڪلام شاعر جي حيثيت ڏني آهي. هن غزلن ۾ نوان تجربا به ڪيا آهن. جنهنڪري سندس ڪلام ۾ شوخي ۽ لطافت پيدا ٿي وئي آهي. عبدالحليم جوش شاعر سان گڏ هڪ بهترين نقاد به آهي. سندس همعصر شاعرن تي لکيل مضمون، سنڌي ادب ۾ تنقيد جي اعليٰ معيار جا مثال آهن.

عبدالحليم 'جوش' شاعر سان گڏ صحافي به رهيو آهي. روزاني اخبارن کان سواءِ ان زماني ۾ ڪڍي ۽ نوآباد مان شايع ٿيندڙ محمد عمر چاموڻ جي هفتيوار اخبار 'ناخدا' ۾ ڪيترا مضمون لکيائين. اطلاعات

ڪاتي جي ملازمت دوران نئين زندگي، مهراڻ ۽ ٻين ادبي رسالن ۾ سندس معياري ادبي مضمون ڇپجندا رهيا. هن ٻارن لاءِ نصابي نظم بہ لکيا، جيڪي ثانوي ۽ اعليٰ ثانوي درجن جي نصابي ڪتابن ۾ شامل آهن.

سندس شاعريءَ جو هڪ ڪتاب 'اوندهہ ۾ لاٽ' (2009ع) ڇپيل آهي. جنهن ۾ سندس استاد اياز قادريءَ جي تاثرات سان گڏ سندس همعصرن امداد حسيني ۽ تاج بلوچ جا مضمون شامل آهن. هن ڪتاب ۾ جوش جا حمد، نعتون، غزل، گيت، چوسٽا ۽ ٻارن جا گيت (ٻارن جي ٻاري) شامل آهن.

**جوش، مظفر حسين:** مشهور شاعر مظفر حسين 'جوش' جو پورو نالو مظفر حسين ولد حاجي محمد حسين هو. خانبهادر حسن علي آفندي، باني سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچي، سندس ڏاڏو هو.



هن 22 ڊسمبر 1919ع تي خيرپورميرس ۾ جنم ورتو جتي سندس والد مرحوم، خيرپور رياست جي معتمد خاص ۽ منصف جي عهدي تي فائز هو. سندس والد کي رياست جي ڪمن سانگي دهليءَ، بمبئيءَ ۽ ٻين پاسن ڏانهن وڃڻو پوندو هو جنهنڪري ڪجهہ وقت لاهور ۾ وڃي رهيا. مظفر حسين مختلف هنڌن تي مختلف اسڪولن ۾ تعليم حاصل ڪئي. جهڙوڪ: پرائمري اسڪول چنگڙهہ محلي، ناز هاءِ اسڪول خيرپور ميرس، نور محمد هاءِ اسڪول حيدرآباد، ريجهو مل ماڊرن اي. وي اسڪول، لاهور اسلاميہ هاءِ اسڪول ڀاٽي دروازو ۽ سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچي. سنڌ مدرسي ۾ مئٽرڪ تائين تعليم حاصل ڪيائين. جتي مئٽرڪ ۾ ٻهرئين سال فيل ٿيو. پوءِ اچي نووديااليہ هاءِ اسڪول ۾ داخل ٿيو جتي ڪلياڻ آڏواڻيءَ جهڙو لائق استاد مليس. بهرصورت انهيءَ سال بہ مئٽرڪ پاس نہ ڪري سگهيو.

ٻي مهاڀاري لڙائي (1939ع) شروع ٿي تہ رائل انڊين نيويءَ ۾ شامل ٿيو جتان مارچ 1946ع ۾ موٽي آيو ۽ ايمپلائمينٽ ايڪسچينج ۾ ملازم ٿيو. جتي پوءِ هيڊ ڪلارڪ بہ ٿيو. پر ڪن سبب ڪري اتان ڇڏي ڏني. ڊبليو ڊي ۾ هليو آيو. انهيءَ کان اڳ صوبيداريءَ جي چونڊ ۾ بہ وڃي پر پوءِ خيال لاهي ڇڏيائين.

1958ع ۾ ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تي اسڪرپٽ رائيٽر جي حيثيت ۾ مقرر ٿيو جتي آخر تائين رهيو. ادب سان سندس خانداني شغف هو. ان ڪري ننڍي هوندي کان طبيعت جو لاڙو شاعريءَ ڏانهن هو. ڪم عمريءَ ۾ ئي مصرع موزون چئي ويندو هو. 1938ع کان باقاعدي شاعري شروع ڪيائين. ٻهرين سيد غلام علي شاهہ مخمور کي شاعري ڏيکاريندو هو جنهن کان علم عروض بہ سکندو هو. نيويءَ ۾ وڃڻ ڪري شاعريءَ جو سلسلو ڪٽجي ويس. گيت، نظم، ڪافيون، مسدس، غزل، بيت، نعت، حمد، منتعب وغيره چيون اٿس. مثنوي 'روپ متي باز بهادر' بہ لکڻ شروع ڪئي هئائين.

مظفر حسين بنيادي طرح غزل جو شاعر آهي. سندس تغزل ۾ رس ۽ پختگي آهي. جوش جو غزل پختگي زبان ۽ انداز بيان جي حيثيت سان اردو غزل گو شاعرن جي معياري تجربن سان ڪلهو هڻي ٿو.

ريڊيو پاڪستان جي ماحول ۾ رهي گيتن ٻرون ڪهاڻيون ۽ ڊراما بہ لکيائين. جن ۾ سندس مشهور ڊرامو 'منزل' بہ شامل آهي.

**جوش مليح آبادي:** جوش مليح آبادي، اردو ادب جو ناميارو اديب ۽ شاعر ٿي گذريو آهي. هن ڊسمبر 1898ع تي هندستان جي شهر مليح آباد ۾ جنم ورتو. سندس اصل نالو شبير احمد ولد نواب بشير احمد خان هو. سندس ڏاڏو نواب احمد خان ۽ پڙ ڏاڏو نواب فقير محمد خان پڻ صاحب ديوان شاعر ٿي گذريا آهن.



ان ڪانپوءِ هن 1914ع ڌاري ايس ٽي پيسرز ڪاليج آگري منجهان سينيئر ڪئمبرج جو امتحان پاس ڪيو ۽ 1918ع ڌاري ٽئگور يونيورسٽيءَ ۾ عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ داخل ٿيو. جتي ان وقت جو ناميارو استاد قدرت الله مليح آبادي سندس استاد رهيو. ان دوران هن اردوءَ جي تعليم پڻ حاصل ڪئي. هن نون ورهين جي ڄمار ۾ پهريون شعر چيو ۽ شاعريءَ ۾ ابتدائي اصلاح عزيز لکنويءَ کان ورتائين. اڳتي هلي طبيعت ۾ فراوانيءَ سبب هن تمام گهڻي شاعري ڪئي. جوش مليح آبادي 1925ع ڌاري عثمانيہ يونيورسٽيءَ ۾ ترجمي نگاريءَ جي ڪم سان وابستہ رهيو. ان دوران حيدرآباد دکن ۾ رهندي اتان جي حڪومتي نظام تي تنقيدي نظم لکيائين. ترت ئي هن 'ڪليم' نالي سان اردوءَ ۾ هڪ ادبي رسالو ڪڍيو. جنهن ۾ انگريزن جي قبضي مان هندستان جي آزاديءَ جي حق ۾ مواد شايع ڪيو ۽ پنهنجو ڪلام ڇاپيو جنهنڪري کيس وڏي مشهوري ملي ۽ عوام کيس 'شاعر انقلاب' جو لقب ڏنو. دانشور طور هن آزاديءَ جي تحريڪ ۾ سرگرم حصو ورتو. ان وقت جوش هندستان جي اڪثر سياستدانن خاص ڪري جواهر لال نهرو جي ويجهن ساٿين ۾ شمار ٿيندو. برصغير جي ورهاڱي بعد جوش هندستان ۾ ئي رهيو پر هندستان ۾ اردوءَ تي هندي زبان کي فوقيت ملڻ واري روش سبب 1958ع ۾ پاڪستان هليو آيو ۽ ڪراچيءَ ۾ اچي مقيم ٿيو جتي مولوي عبدالحق سان گڏ 'انجمن ترقي اردو ادب' جي سرگرمين ۾ حصو ورتائين. 1978ع ڌاري جوش صاحب اسلام آباد منتقل ٿي ويو ۽ اتي وڃي مستقل طور آباد ٿيو. اتي هن پنهنجن انٽرويوئن ۾ ڪريون ڳالهيون ڪيون. جنهن ڪري حڪومت کيس 'بليڪ لسٽ' بہ ڪيو. انگريز دور ۾ 'آج-ڪل' ۽ 'ڪليم' رسالن جو ايڊيٽر رهيو هو. پاڪستان اچڻ بعد ڪجهہ عرصي لاءِ 'اردو لغت' جو نگران ٿيو. هن ڪيترين ئي فلمن لاءِ مڪالما ۽ گيت لکيا. هن جي شعري تصنيفن جو وڏو تعداد آهي، جن ۾: (1) آواز حق، (2) روح ادب، (3) شاڪي راتين، (4) جوش ڪي سؤ شعر، (5) نقش نگار، (6) شعلہ و شبنم، (7) پيغمبر اسلام، (8) فڪر و نشاط، (9) جنون و حڪمت، (10) حرف و حڪايت، (11) حسين اور انقلاب، (12) آيات اور انقلاب، (13) عرش و فرش و رامش و رنگ، (14) سنبل و سلاسل، (15) سيف و سبو، (16) سرور خروش، (17) سموم و سبا، (18) طلوعِ فڪر، (19) موجد و فڪر، (20) قطره قلزم، (21) نوادر جوش، (22) الهام فڪر، (23) الهام و افڪار، (24) نجوم جواهر، (25) جوش ڪي مرثيي، (26) خروس ادب (حصو پهريون ۽ ٻيو)، (27) عرفانيات جوش، (28) محراب و صغراب، (29) ديوان جوش وغيره شامل آهن.

جوش جون نثري تحريرون، اردوءَ جي نثري ادب ۾ وڏي اهميت رکن ٿيون. سندس نثري ڪتابن ۾ : (1) مقالات جوش، (2) اوراق زرين، (3) جذبات فڪر، (4) اشارات، (5) مڪالمات جوش، (6) يادون ڪي بارات (آتم ڪٿا) شامل آهن. 'يادون ڪي بارات سندس منفرد آتم ڪٿا آهي، جنهن وڏي شهرت ماڻي آهي.

جوش مليح آبادي اردو ادب ۾ وڏو مقام رکندڙ شاعر هو. شيخ اياز به سندس مداحن مان هو. جوش صاحب 22 فيبروري 1982ع تي اسلام آباد ۾ وفات ڪئي، سندس مزار اسلام آباد 8/1,H ۾ آهي.

**جوکيا**: جوکيا ذات لاءِ چيو وڃي ٿو ته هي سنڌ جا جت ۽ بلوچستان مان آيل جدگال جت آهن. جنهنڪري سنڌ جا جوکيا سمائي جت سڏجن ٿا. 1854ع ۾ 'ڪلرڪ رپورٽ' مطابق هن ذات وارا اصل ۾ راجپوت نسل مان آهن. جيڪي اوائل ۾ شاهه بلال جي اتر ۾ ڪانگڙا جبل جا رهاڪو هئا، اٽڪل ٽي سئو سال اڳ لڏي اچي مليرواري ماڙيءَ ۾ ويٺا. انهن مان جام مهر علي، جام بجار خان ۽ جام چاڪر خان مشهور ماڻهو ٿي گذريا آهن. ڪلهوڙن جي دور جي راجا ساڪري لاهوريءَ ڪي بجار خان قتل ڪيو هو، جنهن ڪان پوءِ بجار خان ڪي ڪلهوڙن طرفان جام جو لقب مليو ان ڏينهن ڪان وٺي جوکيا پاڻ کي جام سڏرائن ٿا. جوکين جو چڱو مڙس جام مراد علي خان جوکيو مليرڪراچيءَ ۾ رهندو هو، جنهن جي پٽ جو نالو جام بجار خان آهي. هن ذات جا ماڻهو گهڻو ڪري ڪراچي، ٺٽي سان گڏ سنڌ جي ٻين ضلعن/ شهرن ۾ آباد آهن.

**جوکيو، اياز**: فائن آرٽ جي دنيا جو نوجوان مصور، صحافي ۽ ليکڪ اياز حسين ولد محبوب علي جوکيو، 27 اپريل 1978ع تي محراب پور ضلعي نوشهري فيروز ۾ جائو. 1994ع ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول محراب پور مان مئٽرڪ ڪرڻ ڪانپوءِ 2001ع ۾ نيشنل ڪاليج آف آرٽس لاهور مان فائن آرٽس ۾ بي.اي ڪيائين. هن وقت بيڪن هائوس نيشنل يونيورسٽي لاهور جي ويوئل آرٽس جي شعبي ۾ اسسٽنٽ پروفيسر طور ڪم ڪري رهيو آهي. سندس تصويرن جون ملڪي سطح تي ڪيترن هنڌن تي نمائشون ٿي چڪيون آهن، جن ۾ : ڪينواس گيلري ڪراچي، نيشنل آرٽ گيلري اسلام آباد وغيره سان گڏ عالمي سطح تي جرمني پارت، دبئي، آسٽريليا ۽ ٻين ملڪن ۾ ٿيل نمائشون شامل آهن. اياز جوکيو صحافت جي حوالي سان بي. بي. سي اردو سروس برٽش ڪائونسل ڪراچيءَ ۾ ڪم ڪرڻ سان گڏ سنڌ ٽي. وي لاءِ شارٽ فلمون ۽ ڊاڪيومينٽريون ۽ ڊراما به فلمائي چڪو آهي. هن پنهنجي پائٽيي مهراڻ جوکيي کي به هن فن جي سکيا ڏني آهي، جنهن به پينسل ڊرائنگ، واٽر ڪلر، چار ڪول، آئل پينٽ، مڪس ميڊيا ۽ فلموگرافيءَ ۾ بهترين تجربا ڪري ننڍيءَ عمر ۾ پاڻ مڃايو آهي.



**جوکيو، جام بجار خان**: جام بجار خان جوکيو ڪلهوڙن جي دؤر جو وڏو بهادر ۽ جوان مرد ٿي گذريو آهي. هيءُ ڪلهوڙن جو خاص سپاهي هو. ڏاريجا ۽ سوري بنديءَ ۾ راٺوارجن راءِ حڪمران هو ميان غلام شاهه ڪلهوڙي راءِ ارجن جي علائقي فتح ڪرڻ جو سوچيو ان لاءِ بجار خان ڪيس منهن ڏيڻ جو ذمو ڪنيو هن پنهنجي قبيلي (جوکين) مان ويهه بهادر جوان چونڊيا ۽ ويهن ئي جڻن ڪي پاڻ سان رات جي اونداهيءَ ۾ وٺي وڃي ارجن راءِ جي بيٺ ۾ پهتو ۽ راڻي ارجن راءِ کي ستل ڏسي اوچتو مٿس حملو ڪري ڏنائون. راٺوارجن راءِ ۽ ان جا سڀ وفادار ساٿي قتل ٿي ويا، ان ريت اهو علائقو ڪلهوڙن جي قبضي ۾ آيو ۽ ڪلهوڙن، بجار خان کي جام جو لقب ڏئي، ڪيس حب نديءَ ڪان وٺي گهاري تائين جو علائقو رهائش لاءِ ڏئي ڇڏيو. ڪراچيءَ ڪان ٺٽي جيڪو به واپاري مال ايندو هو، ان جي محصول اگاڙڻ جو به جام کي اختيار ڏنو ويو. جوکين جي سرداري اڄ به هن ئي خاندان وٽ آهي. جام بجار جوکيو 1211هه/1796ع ڌاري گذاري ويو. سندس وفات تي ميرمائل ٺٽويءَ هيٺين ماده تاريخ چئي آهي:

"دادند جام رضوان بجام" ها تفر گفت
1211هه/1796ع

**جوکيو، عبدالمجيد بکري**: سنڌ جو تاريخدان ۽ شاعر عبدالمجيد جوکيو بکر شهر جو رهاڪو هو، جنهنڪري بکري سڏيو وڃي ٿو ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ "تاريخ بلوچي" جي مقدمي ۾ لکي ٿو ته "عبدالمجيد جوکيو 1140هه/1727ع ۾ جائو هوندو. هيءُ هڪ سچو مصنف هو جو جو جيڪو حاڪم تعريف جي لائق آهي، تنهن جي تعريف ڪري ٿو ۽ جيڪو ننڌڻ جهڙو آهي، تنهن کي نندي ٿو. هيءُ نه فقط هڪ اعليٰ علم وارو شخص هو، پر هڪ استاد پڻ هو. سندس ننڍپڻ واري وقت ۾ بکر هڪ علمي شهر هو جتي عبدالمجيد جوکيي کي ان وقت جي معياري تعليم ملي ۽ خاص طرح فارسي ٻولي، ادب ۽ شعر ۾ خاص دسترس حاصل ٿيس. ٽالپر حاڪمن جي قلمي بياضن ۾ عبدالمجيد جوکيي جا ڪجهه فارسي غزل ۽ هڪ بهترين تصنيف "تاريخ بلوچي" ميسر ٿئي ٿي. ٽالپر حاڪمن جي دور جي قلمي بياضن ۾ عبدالمجيد جوکيي جي ڄمڻ جي تاريخ 3 صفر المظفر 1146هه (5 جولائي 1733ع)، ۽ وفات جي تاريخ 5 رجب المرجب 1220هه/ 29 سيپٽمبر 1805ع) ڄاڻايل آهي. عبدالمجيد جوکيي جي هيءَ تصنيف ڪلهوڙن جي حڪومت جي زوال ۽ ٽالپرن جي حڪومت قائم ٿيڻ جي تاريخ آهي. مصنف عبدالمجيد جوکيو ان وقت جي ٽن مؤرخن مان هڪ هو، پهريون مير علي شير قانع ٺٽوي، ٻيو سيد عظيم الدين ٺٽوي ۽ ٽيون عبدالمجيد جوکيو. عبدالمجيد، علي شير قانع ٺٽوي ۽ عظيم ٺٽويءَ وانگر شاعر، اديب ۽ مؤرخ هو. ڪيس قطعه تاريخ چوڻ ۾ پڻ وڏي مهارت حاصل هئي. سندس فارسي هجوگوئيءَ ۾ چيل شعر فصاحت ۽ بلاغت سان ڀريل آهن.

**جوکيو، محبوب علي**: نامور تعليمدان ۽ مشهور استاد محبوب علي جوکيو ولد هانهو خان جوکيو، پهرين جنوري 1933ع ۾ محراب پور، تعلقي ڪنڊياري ۾ جائو 1949ع ۾ استاد مريد حسين خاصخيليءَ جي رهنمائيءَ ۾ سنڌي فائنل جي تياري ڪري نوشهري فيروز سينٽر مان فرسٽ ڪلاس فرسٽ پوزيشن حاصل ڪيائين. مئٽرڪ ۽ بي. اي به سٺن نمبرن ۾ پاس ڪيائين. ايم. اي (سنڌي) ۽ بي. ٽي تائين تعليم حاصل ڪري، 1950ع

ڏاري درس ۾ تدريس سان وابسته ٿيو. 1964ع ۾ پڪا چانگ مڊل اسڪول جو هيڊماستر رهيو. ان کانسواءِ پڊعيدن، پنگوبهڻ، منياٽي ۾ سيال آباد اسڪولن جو هيڊماستر رهيو. محبوب علي جوکيو پڊعيدن، منياٽي، شهدادپور، ميرپورخاص ۾ بين هنڌن تي سپروائيزر ۾ ايس. ڊي. او تعليم رهيو هو سانگهڙ جو ڊپٽي ڊي. اِي. او به رهيو.

محبوب علي جوکيو بهترين استاد هئڻ سان گڏ سٺو ليکڪ به هو. ڪيترا ڪتاب لکيائين. فقير فولاد شر جي صحبت ۾ تصوف ڏانهن لاڙو ٿيس، ڪيس چئن پٽن ۽ ڇهن نياٽين جو اولاد ٿيو جن مان الطاف حسين جوکيو ليکڪ ۽ سنڌيءَ جو ليڪچرار آهي، (ڏسو: الطاف جوکيو) اخلاق حسين جوکيو 'تعمير سنڌ' جو اڳوڻو ايڊيٽر ۽ جسقم اڳواڻ آهي ۽ اياز حسين جوکيو مصور آهي (ڏسو: جوکيو اياز). سندس نياٽين ۾ بانو محبوب سٺي ڪهاڻيڪار آهي (ڏسو: بانو محبوب، جلد پهريون).

محبوب علي جوکيي جي تصنيفن ۾: (1) نهج البلاغہ (امام حسين ؑ ڏانهن وصيت نامو)، (2) سچ جا سنيها، (3) وکر سو وهاءِ، (4) مثالي شاگرد، (5) استاد جو ادب، (6) منهنجا مضمون (سنڌي مضمون نگاري)، (7) مهراڻ سنڌي گرامر (8) مهراڻ انگلش گرامر (9) مهراڻ انگلش ڪمپوزيشن شامل آهن.

ان کانسواءِ سنڌ بابت معلومات: (1) چو چا، ڪير ۽ ڪنهن، (2) دلچسپ معلومات، (3) اسلامي معلومات ڇپيل اٿس.

ٻاراڻي ادب جا سندس هيٺيان ڪتاب ڇپيل آهن: (1) انڌن جو ديس، (2) سفيد باندر، (3) گڏهہ ۽ موسيقي، (4) پيار جو ڪرشمو، (5) گل جي گلنتار، (6) دوستيءَ جي هار.

جڏهن ته 'سي آيتون آهين' (نهج البلاغہ مان خطبا) ۽ 'حضرت ابوذر غفاري' ڪتاب اڻ ڇپيل اٿس. محبوب علي جوکيي درسي ڪتابن لاءِ ڪيترا مضمون لکيا آهن.

استاد محبوب علي جوکئي 1986ع ۾ دل جي دوري پوڻ سبب وفات ڪئي.

**جوکيو، منظور:** نوجوان ڪهاڻيڪار منظور جوکيو، 1 مارچ 1969ع تي لاڙڪاڻي ۾ ڄائو. هن 1991ع ۾ ماس ڪميونيڪيشن ۾ ايم. اي. ڪئي ۽ 2006ع ۾ ايم. بي. اي پاس ڪيائين. ان کانسواءِ هن هيٺيان امتحان به پاس ڪيا آهن:



(1) فيڊرل پبلڪ سروس ڪميشن جو سي. ايس. ايس جو امتحان، (2) سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جو پي. سي. ايس جو امتحان، (3) منسٽري آف ڊفينس جو چٽاپيٽيءَ وارو امتحان، (4) پاڪستان بئنڪنگ اينڊ فنانس سروس ڪميشن جو امتحان.

منظور جوکيو صحافت جو تجربو به رکي ٿو. هو مختلف سنڌي اخبارن ۾ سب ايڊيٽر رهڻ سان گڏ انگريزي اخبار 'فرنٽيئر پوسٽ' جو رپورٽر ۽ ڪالم نگار به رهيو آهي.

منظور جوکيو ملازمت جي حوالي سان نيشنل بئنڪ آف پاڪستان ۾ گريڊ II جو آفيسر، آءِ. ايس. آءِ (Inter Service Intelligence) ۾ اسسٽنٽ ڊائريڪٽر انٽيليجنس، سنڌ حڪومت ۾ ايس. ڊي. ايم / اسسٽنٽ ڪمشنر ۽ هن وقت ڊپٽي ڪمشنر انڪم ٽيڪس حيدرآباد آهي.

منظور جوکيو بنيادي طور ڪهاڻيڪار آهي، سندس ڪهاڻين جا ٻہ مجموعا: (1) خيال، خوشبوءِ ۽ ستارا (2004ع) ۽ (2) آئينو (2006ع) ڇپيل آهن. منظور جوکئي جي سندس ڪتاب 'خيال، خوشبوءِ ۽ ستارا' تي ادبيات پاڪستان طرفان 2004ع ۾ شاهہ عبداللطيف اوارڊ بہ ملي چڪو آهي. ان کانسواءِ کيس ماس ڪميونيڪيشن ۾ ماسٽرس فرسٽ ڪلاس فرسٽ ۾ پاس ڪرڻ تي گولڊ ميڊل ۽ آل پاڪستان نيوزپيپرس سوسائٽيءَ (APNS) طرفان سال 2002ع-2001ع ۾ بهترين ڪالم نگار اوارڊ به ملي چڪا آهن. منظور جوکيي جا هيٺ موضوعن تي هيٺيان ڪتاب ڇپيل آهن:

(1) من الظلمات الي النور (سنڌي ترجمو: 1989ع)، (2) سنڌي (سي. ايس. ايس ۽ پي. ايس. سي جي امتحانن لاءِ)، (3) سنڌ ۾ لساني فسادات اور صحافت (1992ع)، (4) Mass Communication/ Journalism (For CSS & PCS Exams: 2004)، (5) An Introduction to International Relations (For CSS & PCS Exmas)، (6) Selected Readings on Pakistan Affairs (For CSS & PCS Exams)، (7) Selected Readings on Islamiat: 2004، (8) Everyday Science (For CSS & PCS Exams).

هن جو هڪ ڊراما سيريل 'ڏاهپڻ' ڪي. ٽي. اين تي هلي چڪو آهي. هن وقت عبدالله بنگلوز، قاسم آباد، حيدرآباد ۾ رهي ٿو.

**جوکيو، نور:** مشهور صحافي ۽ پروڊيوسر نور محمد ولد قادر بخش جوکيو، ضلعي لاڙڪاڻي (موجوده ضلعي قنبر- شهدادڪوٽ) جي مشهور ڳوٺ گاجي کهاوڙ ۾، 10 مارچ 1973ع ۾ ڄائو. پرائمري تعليم ڳوٺ مان ورتائين، مئٽرڪ گورنمينٽ بوائز سيڪنڊري اسڪول، حيدرآباد مان 1989ع ۾ ڪيائين. انٽر ڊگري ڪاليج نصير آباد مان ۽ گرئجوئيشن شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور مان ڪيائين.



نور جوکيي گرئجوئيشن ڪان پوءِ صحافت جو پيشو اختيار ڪيو ۽ روزاني ڪاوش ۾ شوبز جو شعبو سنڀاليائين. ان سان گڏ رانديـن تي بہ ڪافي مضمون لکيائين. جڏهن ڪي. ٽي. اين چئنل شروع ٿيو تہ ان جو پروگرام مئنيجر ٿيو هن وقت تائين هن ڪي ٽي اين لاءِ 2500 کان مٿي ڊراما ۽ شو پروڊيوس ڪيا آهن، وڏي تعداد ۾ نون اداڪارن، صداڪارن ۽ ٽي وي ليکڪن کي متعارف ڪرايو آهي. پنهنجي خداداد صلاحيتن سبب ڪي ٽي اين کي مقبول چئنل بنائڻ ۾، نور جوکئي جي محنت شامل آهي.

هن سنڌي ڊرامن ۾ نوان لاڙا متعارف ڪرايا آهن. هدايتڪارن، اداڪارن، اداڪارائن، ڳائڻن، ايڊيٽرن ۽ ڪيمرا مئنن جو بہ وڏو تعداد هن متعارف ڪرايو آهي. جن مان ڪيترا پاڪستان جي مختلف چئنلن تي ڪم ڪري رهيا آهن. سنڌي فلمن جي بحران کان پوءِ هن وقت تائين 140 فلمن تي ڪم ڪري، فلمي خال کي پرڻ جي وڏي ڪوشش ڪئي آهي. هن

ڪي. ٽي. اين ڊاڪيومينٽريءَ ۾ به چڱو ڪم ڪرايو آهي، جنهن ۾ سنڌ جي شهرن تي مشتمل هڪ ڊاڪيومينٽري تيار ڪرائي. سنڌي وسنديءَ کي محفوظ ڪيو آهي. لوڪ موسيقيءَ ۾ به هن ڪافي لوڪ فنڪارَ، سازندا ۽ سُگهڙ متعارف ڪرايا آهن. سندس رهائش ڪراچيءَ ۾ آهي.

**جوڳ (راڳڻي)**: 'جوڳ' راڳڻي، 'جوڳيا' ڪان الڳ راڳڻي آهي، سنڌي جوڳ، پيرو ٺاٽ جي سمپورن راڳڻي آهي، جيتوڻيڪ هندستاني موسيقيءَ ۾ هيءَ راڳڻي اوڊو ڪاڊو آهي. هن ۾ رکب، مڌم، ڌيوت ڪومل ۽ باقي سر تيور آهن. هن جي وادي گنڌار ۽ سموادي کرج معلوم ٿئي ٿو.

**جوڳي**[1]: تعلقي وارهه جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پير صالح شاهه، ڪمال چانديو، جاڙو ماڇي، مراد پٽي، واحد بخش ڪهاوڙ عرف عرفي ڪهاوڙ، نوريز چانديو ۽ ڪنڌي.

**جوڳي**[2]: جوڳي لفظ 'يوگ' مان نڪتل آهي. يوگا اصولي طور پتنجلي طرفان جوڙيل زندگيءَ جو فلسفو چيو وڃي ٿو. هن فلسفي موجب انسان ڪن خاص مشقن سان خدا سان ملي سگهي ٿو. جديد جوڳي چون ٿا ته هو ڪن خاص جسماني مشقن ڪرڻ ڪان پوءِ واصل باالله ٿين ٿا. هو اصل طاقت جي سرچشمي (خدا) جي طاقت يا جوهر جو حصو آهن. ڪين دنياوي شين تي ڪافي قبضو حاصل آهي.

پراڻي دور کان جوڳي يا يوگي، خاص جسماني مشقن سان پنهنجي روح کي سڪون ڏيندا آيا آهن. اڳتي هلي انهن مشقن جي مذهبي صورت اختيار ڪيل ٿي ڏسجي.



جوڳين جا به قسم آهن، جن مان هڪڙا راول ۽ ٻيا ناٿ جوڳي سڏجن ٿا. راول اصلي جوڳي آهن. سنڌي جوڳين تي ايچ.اي اسٽيورٽ ڪافي ڪم ڪيو هو سندس لکڻ موجب هي رولاڪ، سانگ وجهندڙ ۽ پينو آهن. هي گهڻو ڪري نانگ پاليندا ۽ نچائيندا آهن. هي ڪن خاص جابلو ٻوٽين سان ماڻهن جو علاج به ڪندا آهن، پر هي سڀ طبيب نه آهن. گهڻي ڀاڱي اندازا ۽ ڏڪا لڳائيندا آهن. ڳچيءَ ۾ وڏا ڪنٺا ۽ ٻانهن ۾ چوڙا پائي ٽپڻين ۾ نانگ ڪڻي سنڌ جي ڳوٺن ۾ ماڻهن کي قسمت جو حال ڊارو وجهي ٻڌائيندا آهن. سنڌ جا جوڳي هندوستان جي جوڳين ڪان گهڻو مختلف آهن. جوڳي سڄيءَ سنڌ ۾ گهمندا رهندا آهن.

جوڳي، هندستان ۾ شِوَ جا پوڄاري آهن ۽ گورکناٿ کي مرشد مڃين ٿا. هنن جا ڪل 12 پاڙا آهن. جن مان ٻن کي معتبر مڃيو وڃي ٿو جن ۾: داوري (Davre) جن جو واسطو ناوا ناٿ فرقي سان آهي، ٻيا راول، جن جو واسطو ادي ناٿ شوين (Adinath Shivi) جوڳين سان آهي.

داوڙي جوڳي (Darvi Jogi) گوساوي، ڀاراڙي (Gosavi, Bharadi) به سڏائين. ڀاروا هڪ قسم جو ساز آهي، جيڪو مذهبي گيتن ڳائڻ وقت يا نچڻ وقت استعمال ڪندا آهن. هي ساز هيٺ ۽ مٿي ويڪرو ۽ وچ ۾ سوڙهو ڊگهڙيءَ وانگر هوندو آهي. هن ساز تان سندن ذات نالو پيو آهي. گونڊل قبيلي وارن وٽ ڀاراد هڪ ناچ جو قسم به آهي، جيڪو ناچ گهڻو ڪري جوڳي شادين مرادين ۾ نچندا آهن.

داوڙي جوڳي چون ٿا ته هو مرائين مان آهن، پاڻ کي اتم ذات سمجهن ٿا. هي جوڳي پنهنجن ننڍن ٻارن کي پيريا ديوتا جي نالي ڪندا آهن، جيڪي وڏا ٿي صرف پيريا مندر جي خدمت ڪندا آهن. اهڙي قسم جي رسم پيريا مندر جوناري ۾ ادا ڪندا آهن. سندن ٻار جڏهن ٽن يا ڏهن سالن جو ٿيندو آهي ته ان کي مندر جي حوالي ڪندا آهن. ٻارن جي ڪنن جي پاپڙين کي چاقوءَ سان ٽڪي سوراخ ڪري اها رسم ادا ڪئي ويندي آهي. انهيءَ عمل کي مدراس (Mudras) چون. ان وقت گرو ان ٻار کي هٿ ۾ سڱي ڏيندو آهي ۽ اڇوتن سان ميل جول ڪان منع ڪندو آهي، پوءِ دهل تي نچي پيريا ديوتا جي شان ۾ گيت ڳاتا ويندا آهن ۽ ڀاراد ناچ به نچيو ويندو آهي. داوري جوڳين جا ٽي وڏا پاڙا آهن: (1) ديوري يا ڀارادي، جوڳي، (2) مينڊ (Mend) جوڳي، (3) سالي مالي (Sali Mali)، اهي ٽئي پاڻ ۾ مٽيون مائٽيون ڪو نه ڪن. هي ٽئي پاڙا وري ننڍين نياتين ۾ ورهايل آهن: (1) واگها (Wagha)، (2) ديوگن (Devgune)، (3) جڌاوا (Judhava)، (4) شندي (Shinde)، (5) چوهاڻ (Chavan)، (6) گيڪواڙ (Gaikwar)، (7) ڌرڊ (Dharde)، (8) ڪسر (Kasar)، (9) ولب (Wable)، (10) راجلي (Rajle)، (11) ويمن (Wamane) وغيره.

هي جوڳي پنهنجي قانون موجب ساڳيءَ نيات مان شادي ڪو نه ڪن، سڳي مامي ۽ سڳي ماسيءَ جي ڌيءَ سان شادي ڪن ٿا، پر چاچي جي ڌيءَ سان شادي ڪو نه ڪن. به پينرون هڪ گهوٽ سان شادي ڪري سگهن ٿيون، پر ان شرط سان ته سڀ کان اول وڏيءَ سان شادي ڪندو. منجهن گهڻين زالن رکڻ جو رواج به آهي، پر اهو ڪو قانون ڪونهي، جيڪڏهن ڪنهن کي حالتون اجازت ڏين ٿيون ته گهڻيون زالون رکي سگهي ٿو، پر زالن لاءِ گهڻن مڙسن جو رواج منجهن ڪونهي.

داوڙي جوڳين وٽ ننڍيءَ عمر ۾ نياڻين کي پرڻائڻ جو رواج آهي، سندن شاديءَ جون رسمون ميرائي ڪنبي جوڳين کان ڪي قدر مختلف آهن، سواءِ هيڊ ملڻ جي باقي رسمون ٻيون آهن. گهوٽ ڪنوار کي هيرڻ جي پنن سان ڍڪيل هنڌ تي ويهاريندا آهن. بيواهه ٻي شادي ڪري سگهي ٿي، مڙس جي چونڊ ۾ هوءَ آزاد هوندي آهي، پر شاديءَ جون رسمون سادگيءَ سان ادا ڪيون وينديون آهن. گهوٽ ڪنوار جي ڪپڙي جو پلئه ڪو پريو مڙس ٻڌي سندن شاديءَ جي رسم ادا ڪندو آهي. منجهن طلاق جو رواج آهي، مڙس توڙي عورت طلاق وٺي سگهن ٿا. طلاق ڪان پوءِ ٻيهر شاديءَ جو به رواج آهي، پر اها شادي بيواهه وانگر ٿيندي.

ڀيراوا جوڳي ذات طور ديوين ۽ ديوتائن جا رکوالا آهن. ڀيراوا ديوتا ڪان سواءِ ديناگري ۾ جوتيبا (Jotiba) ڪندوبا ۾ جيجوري (Jejuri)، تلجاپور ۾ ڀاواني ۽ ماهور (Mahur) ۾ رينوڪا (Renuka) ديوين جي پوڄا پاٺ به ڪن،

مذهبي رسمن ۾ شادي مراديءَ تي برهمڻن کي پئسا ڏئي رسمون ادا ڪرائين. ڪن ڦاڙ جوڳي سندن گرو ٿين. جوڳي پوتر جڳهين تي ٻه وڃن، روزا (ورت) ۾ ٻيون ڌرمي رسمون ٻه هندن وانگر ادا ڪن.



جوڳي پنهنجا مردا ويهاري پورين. پورڻ مهل مردي کي ويهاري سندس منهن اوبر ڏانهن ڪن. مردي کي ڪپڙي جو ڪفن ڏين. ڪن حالتن ۾ پيتيءَ ۾ وجهي پوءِ پورين. مردو مقام ڏانهن کڻي وڃڻ مهل دهل ۾ سنکيون وڃائين. پورڻ کان اڳ مردي جي جسم تي گانءِ جو ڇيڻو ۽ بيل جا پن پڻ مکين ۽ گلن جي ورڪا ٻه ڪن. قبر ۾ مردي سان گڏ اهي سڀ ڪاڌي ۾ استعمال جون شيون جيڪي جيئري هوندي ڪائيندو يا استعمال ڪندو هو جن ۾ تماڪ، شراب، ماني ۽ ٿانو وغيره اچيءَ وجن ٿا، سندس قبر ۾ رکيا ويندا آهن. مردي جي وات ۾ پاڻي وجهڻ کان پوءِ ڪيس قبر ۾ لاٿو ويندو آهي، ان کان پوءِ سندس لوڙهه لٽبي آهي. قبر تي آخري ڇٽڪار ڪري گل ڇٽيا ويندا آهن. ان کان پوءِ مائٽ ۽ دوست قبر کي ٽي ڦيرا ڏيندا آهن ۽ سمورا مرڻ واري جي گهر ويندا آهن. اتي نم جا پن (Mela indica) چباڙي گرڙي ڪري هر ڪو گهر هليو ويندو آهي. ٽئين ڏينهن مرڻ واري جي قبر تي گلن جي ورڪا ڪري پندارو ڪيو ويندو آهي، منجهن روئڻ پٽڻ جو رواج ڪونه آهي.

راول شو جوڳي ڪرناٽڪ کان گجرات ۽ ڪي قدر هندوستان سان لاڳو پاڪستان جي ٿرواري علائقي تائين پکڙيل آهن.

جوڳيءَ جو اصطلاح ٻن خاص فرقن جي ماڻهن لاءِ استعمال ٿئي ٿو. هڪڙا ٿيا خاص جوڳي، جيڪي مذهبي طور هندو آهن. جن ۾ آئوگهر جوڳي ۽ ڪن ڦاڙ جوڳي اچي وڃن ٿا، جن مان هڪڙا گورکنات جا پوئلڳ آهن، ٻيا شِوَجا پوڄاري. اهي ماڻهو اهڙي ئي عزت پريءَ نگاهه سان ڏنا وڃن ٿا، جهڙو بيراڳي يا گوسائين. هي سندن فرقا هندو مذهب سان لاڳاپيل آهن، پر گرهستي يا سيڪيولر جوڳي، جيڪي مذهب ۾ ٻين سماجي طبقن جو پيد پاوَ نه رکن، تن کي راول سڏيو وڃي ٿو راول جوڳين جو گذران پنڻ تي آهي يا ماڻهن کي ڊارو وجهي قسمت جو حال ٻڌائيندا وتندا آهن.

هڪ ٻيو فرقو ٻه هندو جوڳين جو ڏنو ويو آهي، جيڪي نات جوڳي آهن، انهن ڪانسواءِ ٻه جوڳين ۾ هڪ فرقو 'فقير' سڏجي ٿو هي هندو ٻه آهن ته مسلمان ٻه، پر گهڻو ڪري مسلمان جوڳي فقير سڏائين ٿا. هن فرقي جا فقير جوڳي عام جام ملن ٿا، اهي ڳچين ۾ ڪننا وجهيو، هٿن ۾ ڪولابا پايو وتن ماڻهن جي قسمت ٻڌائيندا ۽ نانگ نچائيندا. انهن مان گهڻا مسلمانن جي مزارن تي اچن وڃن، هي مٽي جاٽايل جوڳين کان مختلف آهن، جيڪي ٿرجي مسلمان وسندين ۾ رهن ٿا. مرلي پلي ٿا وڄائين، ڪي ته وڏا فنڪار ٻه آهن.

جوڳين جو هڪ فرقو ساڌو (Siddias) آهي. اهي زندگيءَ جي عام وهنوار کان پري رهن ٿا. هنن کي شڪتي گورکنات وٽان ملي ٿي. ساڌو جوڳي گهڻو ڪري ٽڪرين ۽ پهاڙن ۾ جوڳ پچائين ٿا. گنجي ٽڪر تي سندن وڏا آستانا هئا، هتي ڪالي جو مندر ٻه آهي. لطيف سائينءَ ٻه جوڳين سان گنجي ٽڪر تي تپسيا ڪئي هئي. اهي ناڱا (Nangas) ٻه سڏبا آهن. روايتن موجب شرنگنات هن پنٿ جي شروعات ڪئي، جيڪو گورکنات جي وفات کان پوءِ روحاني طور وڏي منزل تي رسيو هو سندس پوئلڳ ڪَن ٽوپائيندا ۽ پيرن ۾ ڪاٺ جون چاکڙيون پائيندا هئا. شرنگ نات جي مرڻ کان پوءِ گري نات گرو ٿيو، جنهن شادي ۽ شراب کي جائز قرار ڏنو ان کان پوءِ پري نام (Parinama) گرو ٿيو جيڪو ٻه سيڪيولر هو هن گوشت کائڻ جي اجازت ڏني. گورکنات پنٿ سان 9 نات ۽ 81 ساڌو آهن.



جوڳي مُرلي وَڄائيندي

اشتياق انصاريءَ 'دُرتي ماتا' ڪتاب ۾ سنڌ سان واسطو رکندڙ جوڳين بابت لکيو آهي ته گپتا گهراڻي کان پوءِ گپتا جنرل پٽاري، جيڪو ذات جو والايي هو تنهن والاپيپور گادي ٻڌائي، والايي پنٿ جو پايو وڌو. هي شري ڪرشن جا پوڄاري هئا. هن ئي دور ۾ مڇندرنات جوڳيءَ وٽ گورکنات پڙهندو هو، راجاگوپيچند ۽ راجا ڀرتري هري ٻه سندس شاگرد هئا. گورکنات وديا ۾ مڇندرنات پنهنجي استاد کان ٻه وڪون اڳتي نڪري ويو. ان ڪري ڪيس گرڪ چليءَ جي نالي سڏيندا هئا. اڳتي هلي ان هڪ نئون پنٿ شروع ڪيو جنهن موجب ڪو ٻه وڏو ننڍو امير غريب نه هو. راما پير ٻه سندس مول متن جو پرچار ڪندو هو سندس پنٿ گهڻو مشهور ٿيو. پاڻ هنگلاج ماتا جو وڏو پرچارڪ هو. سندس ٺاهيل مرڪزن مان سيوستان ۽ شاهه لاهوت گهڻو مشهور آهن، جتي هن مڙهيون ٺهرايون هيون. ان ڪانسواءِ ٻه هن هڪ مڙهي ماڙيپور (ڪراچي) ۾ ٺهرائي هئي، جنهن کي اڄ تائين گورک جي مڙهي يا آمري تلاءُ ڪري سڏيو وڃي ٿو. روايتن موجب هنگلاج وارو انيل ڪن کوهه ٻه گورکنات جو کوٽايل آهي. لطيف سرڪار جوڳين جي سات ۾ ڪجهه عرصو رهيو هو. پيرومل مهرچند آڏواڻيءَ "لطيفي سَيَر" ڪتاب ۾ ان جو تفصيلي ذڪر ڪيو آهي.

**جوڳي**[3] **(ڪتاب)**: سنڌي ناول جي هن ڪتاب جو مصنف غلام نبي گل آهي. ڪتاب ۾ ”عشق سان ته اسان جا ليکا ئي ناهن“ جي عنوان هيٺ اسحاق انصاريءَ جا ويچار لکيل آهن. ڪتاب بابت ”روشني جي اکين ۾ اوندهه“ جي عنوان سان ليکڪ پنهنجا ويچار بيان ڪيا آهن. بيڪ ٽائيٽل تي رحمت الله ماجوٺي مصنف بابت پنهنجو رايو لکيو آهي. هن ناول جو پهريون ڇاپو وجاهت پبلڪيشن، لاڙڪاڻي پاران 2003ع ۾ ڇپجي پڌرو ڪيو ويو. پڪي جلد سان ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ ڪل 192 صفحا آهن ۽ مُلهه 95 روپيا لکيل آهي.




**جوڳيا (راڳڻي)**: پيروٺاٽ جي ڪاڍو راڳڻي، جنهن ۾ گنڌار سُر ورج آهي. هي اترانگ جو راڳ آهي. هن ڪي نڪاد لڳائي گنڪليءَ کان الڳ ڪيو ويندو آهي. جوڳيا جي آروهيءَ ۾ نکاد ڪو نه آهي. هن راڳڻيءَ ۾ رکب مڌم ۽ ڍيوت مڌم جي سنگت رهي ٿي. امروهيءَ ۾ 'پنچم دربل آهي. مڌم جو سر خلاصو لڳائڻ گهرجي. ڪي گائڪ چون ٿا ته هي پيرو ۽ آساوري جي ميلاپ سان ٺهيل راڳڻي آهي. هن راڳڻيءَ جون خاص تانون، ما- را سا- را ما را سا- را ما ما پا پا — ڌا ما ر سا. آهن. راڳڻي جي آروهي سا را ما پا ڌا سا ۽ امروهي سا ني ڌا پا ما را سا آهي، جڏهن ته وادي سُر ڪرج ۽ سموادي سُر مڌم اٿس. هن راڳڻيءَ جي ڳائڻ جووقت رات جو پهريون پهر آهي.

**جوڳي ويرو**: هيءَ تعلقي ڇاڇري جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

عيداڻي، سومرن جي ڍاڻي، ڏونگر ويرو، جوڳي ويرو، علي خان جي ڍاڻي، ويڙهي جي ويري ۽ سنڊي.

**جوڳيئڙو**: هي ٻوٽو سنڌ جي واريااسي علائقي ٿر ۾ ٿيندو آهي. هن ٻوٽي جي ڪنييءَ وانگي اها خاصيت آهي ته سانوڻيءَ ميهون ڳيءَ کان پوءِ ڏاڍي تيزيءَ سان ڌرتيءَ (زمين) کي ڦاڙي ٻاهر نڪرندو آهي. ڏسڻ ۾ سيتاڦل جي ميوي جهڙو لڳندو آهي. هن جو رنگ پيلو ڳاڙهسرو ٿيندو آهي ۽ ان جا گل پيلا ٿيندا آهن. پٽن جي ڪنارن سان، ڇارين، ڦوڳن ۽ ٻائورين جي وٽن جي اوٽ ۾ اپرندو آهي. هن جو ٻج ڪو نه ٿئي، پر هي يا اڪيلو يا ڪن حالتن ۾ هڪ کان وڌيڪ تعداد ۾ اپرندو آهي. هن کي اڪثر جانور نه کائيندا آهن، صرف ٻڪري کائيندي آهي. هي ٻوٽو مختلف طبي دوائن ۾ وڪر طور به استعمال ٿيندو آهي. هي ٻوٽو اڳ جي پيٽ ۾ هينئر گهٽ ٿيندو آهي.

**جولاها**: جولاها، ڪورين کي چئبو آهي، جيڪي هٿ سان کڏين تي ڪپڙا اُڻڻ جو ڪم ڪندا آهن.

**جولاءِ** (July): هيءَ انگريزي سال جو ستون مهينو آهي، جنهن ۾ 31 ڏينهن ٿيندا آهن. قديم رومي ڪئلينڊر ۾ هيءُ پنجون مهينو هوندو هو جنهن کي 'ڪوئنٽليس يعني 'پنجون مهينو' سڏيو ويندو هو. جوليس سيزر هن مهيني ۾ پيدا ٿيو ۽ 44 ق. م ڌاري سندس قتل ٿيڻ بعد هن مهيني کي ڈاڻهنس منسوب ڪندي هن مهيني جو نالو 'جولاءِ' نالو رکيو ويو.

جارجيا جي ڪئلينڊر مطابق 'جولاءِ' جو مهينو ستون آهي، جيڪو 31 ڏينهن تي مشتمل آهي. دنيا جي اتر واري خطي ۾ هي مهينو تمام گرم، جڏهن ته ڏکڻ قطب ۾ تمام ٿڌو ٿيندو آهي. سال جي اڌ جو اختتام جولاءِ تي ٿيندو آهي.

**جوليان پال اسانج**: جوليان پال اسانج جي شهرت، انٽرنيٽ تي آمريڪا جا سفارتي راز پڌرا ڪرڻ سبب نومبر 2010ع ۾ ٿي. هيءُ 3 جولاءِ 1971ع تي آسٽريليا ۾ ڄائو. سندس والدين مختلف شهرن توڙي ملڪن ۾ وڃي ٿيٽر پيش ڪندا هئا. جنهنڪري هن جي عمر جو گهڻو حصو به سفر ۾ گذريو. جنهنڪري مختلف اسڪولن ۾ تعليم حاصل ڪندو رهيو ۽ يونيورسٽيءَ جي تعليم به ڇهن هنڌن تان پرايائين. ڪيس ننڍپڻ کان حسابن ۽ فزڪس جي مضمونن سان دلچسپي رهي. سندس چوڻ آهي ته حسابن ذريعي ئي سيڪجهه ڪري سگهجي ٿو اهو ئي سبب آهي جو هن ڪمپيوٽر جي زبان تي عبور حاصل ڪندي، ڪمپيوٽر هيڪنگ ڪرڻ به شروع ڪئي. هوڻئن ته هيڪنگ کي 'سائبر ڪرائيم' تصور ڪيو ويندو آهي، پر جوليان اسانج ڪو ننڍو يا معمولي هيڪر ثابت نه ٿيو پر هن دنيا جي طاقتور ترين دفاعي نظام رکندڙ آمريڪا جي 'سپر نيٽ' نالي نيٽ سروس تان لکين اهڙا دستاويز چورائڻ ۾ ڪامياب ٿيو. جنهن جي رسائي رڳو ڪجهه هزارن يا ڪجهه سؤ ماڻهن تائين آهي، پر هي نه رڳو آمريڪا جا عراق جي حوالي سان چار لک اهم دستاويز چورائڻ ۾ ڪامياب ٿيو. پر اهي وڊيو به جاري ڪيائين، جن ۾ اپريل 2010ع ۾ آمريڪي هيليڪاپٽر بغداد شهر ۾ گوليون وسائي، ٻن صحافين سوڌو 12 ماڻهن کي ماري رهيو هو. 'وڪي ليڪس' نالي سندس ويب سائيٽ، جنهن دنيا ۾ نه رڳو صحافتي، پر سياسي ۽ سفارتي حلقن ۾ تهلڪو مچايو. جوليان اُن جو چيف ايڊيٽر سمجهيو وڃي ٿو هن وڪي ليڪس کي 2006ع ڌاري ظاهر ڪيو ۽ ان کان پوءِ هن جو وڏي ۾ وڏو ڪم اهو هو ته هن اهڙا دستاويز ظاهر ڪرڻ شروع ڪيا، جيڪي ڪلاسيفائيڊ هوندا آهن. جن کي رڳو ڪجهه لاڳاپيل ماڻهو ئي پڙهي سگهندا آهن. هن بابت جيڪا معلومات ظاهر ٿي آهي، ان مان ظاهر ٿئي ٿو ته هن 1987ع ڌاري پهريون پيرو هيڪنگ شروع ڪئي. يعني ٻين جي ڪمپيوٽر وارو مواد چورائڻ جو عمل شروع ڪيو. جنهن کي هن مينڊيڪس (Mendax) جو نالو ڏنو.



وڪيپيڊيا (Wikipedia) موجب هن ٻن دوستن سان گڏجي هيڪرس جو هڪ گروپ ٺاهيو جنهن جو نالو International subversives طور ظاهر ٿيو ۽ ان الزام هيٺ هن جي ملبرن واري گهر تي پهريون پيرو آسٽريليا جي فيڊرل پوليس چڙهائي ڪئي هئي. جنهن سبب سندس محبوبا ڪانئس

رسي وئي هئي. ان گرفتاريءَ بعد هو 1992ع ۾ 2100 آسٽريلوي ڊالرن جي ضمانت تي آزاد ته ٿيو، پر هن جي دماغ ۾ اهڙو ڦيرو اچي ويو، جو هن هيڪنگ جي ان عمل کي صحافتي انداز ۾ ڪرڻ جو رٿيو ۽ پوءِ هن انٽرنيٽ تان معلومات گڏ ڪري صحافتي ڪهاڻين (Stories) وسيلي ظاهر ڪئي. ۽ 2006ع ۾ وڪي ليڪس جي بنياد ۾ اچڻ کان پوءِ 2007ع ۾ افغان عراق جنگ بابت دستاويز پڌرا ڪيا، پر وڪي ليڪس جو وڏو ڪارنامو تڏهن پڌرو ٿيو، جڏهن هن پاران ڪينيا ۾ عدالت کان مٿانهين قتلام (Extra Judicial Killing) جي حوالي سان ڪم سامهون آيو، جنهن جي موٽ ۾ ايمنسٽي انٽرنيشنل پاران ڪيس ايوارڊ ڏنو ويو، جڏهن ته ان کان اڳ خفيه دستاويز جاري ڪرڻ تي 2008ع ۾ دنيا جي معتبر رسالن مان هڪ ايڪنامسٽ (Economist) به ڪيس ايوارڊ سان نوازيو. سندس ان عمل نه رڳو آمريڪا سميت ڪيترن ئي ملڪن کي چئلينج ڪيو آهي، پر ڪمپيوٽر جي دنيا جا ماڻهو به حيران ۽ پريشان ٿي ويا آهن، ڇو ته دنيا ۾ ڪمپيوٽر کي محفوظ ترين سمجهيو پئي ويو، پر اسانج جي هن عمل کان پوءِ جڏهن برطانيه جي هڪ رسالي، نومبر 2010ع جي آخر ۾ دنيا تي اثر انداز ٿيندڙ ماڻهن بابت سروي ڪرائي ته 50 مان اسانج جو ٽيويهون نمبر هو. هڪ ڇور لاءِ دنيا تي اثرانداز ٿيڻ ڪيڏي نه وڏي ڳالهه آهي. هن جڏهن تازو نومبر 2010ع جي آخري هفتي ۾ لکين اهڙا دستاويز پڌرا ڪيا آهن، جن سان نه رڳو آمريڪا جي سفارتي، پر ڪيترن ئي ٻين عملن جي رازن تان پردو هٽي ويو آهي. هن کي انٽرپول پاران آگسٽ 2010ع ۾ قائم ٿيل ٻن عورتن سان جنسي ڏاڍائيءَ واري ڪيس ۾، 7 ڊسمبر 2010ع تي لنڊن ۾ گرفتار ڪيو ويو ۽ ڪجهه هفتن بعد ضمانت تي آزاد ٿيو. هو روزانو ويب سائيٽ ذريعي اهڙيون آف دي ريڪارڊ ڳالهيون به ظاهر ڪندو رهيو، جيڪي آمريڪي سفيرن ۽ مختلف ملڪن جي اهم شخصيتن وچ ۾ ٿيون هيون. انهن ملڪن ۾ پاڪستان سميت سعودي عرب، ايران، ڀارت ۽ چين به شامل هئا. جوليان جو چوڻ هو ته معلومات تائين رسائي سڀني جو حق آهي، پر اظهار جي آزادي ڪيس تڏهن ڳچيءَ ۾ پئجي وئي، جڏهن هن دٻاءَ ۾ گرفتار ٿيڻ جي رد عمل ۾ آمريڪا سميت سندس اتحادي توڙي ايشيائي ملڪن جي ائٽمي تنصيبات بابت انتهائي اهم راز پڌرا ڪرڻ جي ڌمڪي ڏني. 1992ع ۾ ته آسٽريليا ۾ مٿس هيڪنگ جا 24 ڪيس صحيح ثابت ٿيا هئا، پر هن وقت وڪي ليڪس 100 کان وڌيڪ اهڙن ڪيسن کي منهن ڏئي رهي آهي. جن جا قانوني طور اهڙا نوان رخ سامهون آيا آهن، جيڪي قانوندانن لاءِ به بلڪل نوان آهن. وڪي ليڪس، جنهن جو بظاهر مالڪ جوليان اسانج کي سمجهيو وڃي ٿو ان بابت چوڻ آهي ته هن جي ويب سائيٽ (وڪي ليڪس) جي ايڊوائيزري بورڊ جا ڪل نو (9) ميمبر آهن ۽ ان کي 'سن شائين' نالي هڪ تنظيم هلائي رهي آهي، پر تازن جاري ٿيل انڪشافن کان پوءِ اهو به وڌو انڪشاف ٿيو آهي ته وڪي ليڪس سان هن عمل ۾ دنيا جون ڪيتريون وڏيون اخبارون به ڀاڱي ڀائيوار آهن، جن ۾ نيويارڪ ٽائيمز ۽ گارجئين جهڙيون معتبر اخبارون به اچي وڃن ٿيون.

'وڪي ليڪس' تي پاڪستان جي صدر، وزيراعظم، آرمي چيف توڙي پارلياماني ميمبرن ۽ مخالف ڌر جي رهنمائن بابت به ڪيتريون ڳالهيون پڌريون ڪيون ويون. ان سان گڏ سعودي بادشاهه ۽ ايران جي صدر جا به ڪي تڪراري تبصرا ميڊيا تي آندا ويا آهن. عام ماڻهو ۽ سرڪاري حلقا ان کي مسلم ملڪن جي وچ ۾ اختلاف پيدا ڪرڻ جي سازش قرار ڏئي رهيا آهن.

**جون** رضہ: حضرت جون رضہ، حضرت امام حسين ؑ جي صحابين مان هو. حضرت جون رضہ نوبه جو هڪ حبشي هو. حضرت علي ابن ابي طالب عليه السلام هن کي فضل بن عباس کان هڪ سؤ دينارن عيوض خريد ڪري ابوذر غفاري رضہ کي بخشي ڇڏيو هو. حضرت جون رضہ ابوذر غفاري رضہ وٽ رهيو. جڏهن ابوذر غفاري رضہ کي ٽئين خليفي ربذه ڏانهن جي طرف جلاوطن ڪيو ته جون رضہ به ساڻس گڏ هو. جڏهن ذوالقعد 32 هه/ جون 653ع ۾ حضرت ابوذر غفاريءَ انتقال ٿيو، تڏهن حضرت جون واپس مديني آيو ۽ حضرت علي عليه السلام جي خدمت ۾ رهيو. حضرت علي عليه السلام جي شهادت کانپوءِ حضرت امام حسن ؑ سان رهيو ۽ حضرت امام حسن ؑ جي شهادت کانپوءِ حضرت امام حسين ؑ جي خدمت ۾ رهيو. حضرت امام حسين ؑ جڏهن مدينو ڇڏي ڪربلا ۾ آيو ته حضرت جون به ساڻس گڏ هو. جون رضہ جنگي هٿيارن جي شناخت ۾ وڏي مهارت رکندو هو. انهيءَ ڪري عاشوري جي رات امام حسين ؑ جي لشڪر جي جنگي هٿيارن جي جاچ حضرت جون رضہ جي ذمي هئي.

'مقتل لهوف' ۾ علامه سيد علي بن طاؤس الحسينيءَ کان روايت آهي ته جڏهن حضرت جَون جهاد جي اجازت گهُري ته امام حسين عليه السلام فرمايو ته اي جون! تون خوشحاليءَ سبب اسان سان گڏ هئين. هاڻي اسان جي ڪري مصيبت ۽ هلاڪت ۾ قدم نه رک. منهنجي طرفان توکي اجازت آهي. تون پلي هليو وڃ." ان تي حضرت جون عرض ڪيو اي فرزند رسول صلي الله عليه وآله وسلم! ڇا خوشحاليءَ جي زماني ۾ توهان سان گڏ هجان ۽ مصيبت ۾ توهان کي ڇڏي هليو وڃان؟ خدا جو قسم اهو ممڪن نه آهي. مان پلي ڪارو آهيان ۽ منهنجي پگهر ۾ خوشبوءِ نه آهي، پر آءٌ پنهنجو سر اسلام تان قربان ضرور ڪندس. توهان مون کي اجازت ڏيو." ان تي حضرت امام حسين عليه السلام حضرت جَون ؑ کي يزيدي فوج سان جهاد ڪرڻ لاءِ موڪليو. جون رضہ جنگ ڪندي، 25 مخالفن کي مارڻ بعد پاڻ به شهيد ٿي ويو. حضرت جون رضہ جي شهادت 10 محرم الحرام 61 هه/ 10 آڪٽوبر 680ع تي ٿي. سندس لاش گنج شهيدان ۾ مدفون آهي.

**جُون** (June): جارجيا جي ڪئلينڊر مطابق 'جون' مهينو سال جو ڇهون مهينو آهي، جيڪو 30 ڏينهن تي مشتمل هوندو آهي. روم جو 'Ovid' (اووڊ) نالي شاعر 'جون' جي مهيني جون به معنائون ٻڌائي ٿو: (1) هن مهيني تي 'جون' جو نالو روم جي ديوي جونو (Juno) تان پيو، جيڪا جپيٽر (Jupiter) جي زال هئي ۽ (2) هن مهيني جو مطلب 'نوجوان' آهي. هر سال دوران دنيا جي اتر واري پاسي جُون جي مهيني ۾ گهڻو وقت سج بيٺل هوندو آهي ۽ جڏهن ته دنيا جي ڏکڻ واري پاسي سج ٿوري عرصي کان پوءِ

لهي ويندو آهي، جون کي 'گلاب جي گلن' وارو مهينو به سڏيو ويندو آهي، ڇاڪاڻ ته هن مهيني ۾ گل تمام گهڻا ٽڙندا آهن ۽ ماکيءَ جون مکيون گلن کي چوسي ماکي گڏ ڪرڻ ۾ مصروف هونديون آهن.

اهو به چيو وڃي ٿو ته 'جون' جي مهيني جو نالو 'Juno' جونو نالي 'ديويءَ' تان ورتل آهي، جيڪا شاديءَ جي ديوي آهي، ان ڪري ماڻهو سٺي ڀاڳ واسطي هن مهيني ۾ شادي ڪرڻ کي ترجيح ڏيندا آهن.

**جون آف آرڪ**: فرانس جي انقلابي عورت جون آف آرڪ، 1412ع ۾ فرانس جي هڪ ڳوٺ ڊومري ۾ ڄائي. سندس پيءُ هاري هو. جون آف آرڪ اڳتي هلي فرانس جي آزاديءَ جي اهم محرڪ بڻي. جون آف آرڪ ننڍڙي هوندي تعليم نه پرائي سگهي، پر ننڍپڻ کان ئي هن جو مذهبي عقيدي ۾ پڪو ويساهه هوندو هو. ماءُ جي تربيت هن ۾ خصلتن وارا گڻ پيدا ڪيا. هن جيئن ئي هوش سنڀاليو ته انگريز فوجين فرانس ۾ بادشاهه جي تاجپوشيءَ واري مقام 'ريمز' تي قبضو ڪري ورتو. تيزيءَ سان فرانس تي قبضو ڪنديون ويون. ان وچ ۾ چارلس جي حقيقي جانشين ڊوفن ۽ ڊيوڪ آف برگنڊي 'فلپ' جي وچ ۾ بادشاهت حاصل ڪرڻ لاءِ سرد جنگ هلندي رهي. ڊيوڪ آف برگنڊي فلپ انگريزن جو ساٿ ڏنو ۽ فرينچ انگريزن جي ارهه زوراين هيٺ ايندا ويا. نت نئين ڏينهن انگريز فوجين 'ريمز' جي اوسي پاسي وسندڙ فرينچن جون وسنديون ڊاهڻ شروع ڪيون ۽ ڪين عتاب هيٺ رکڻ لڳا. جنهنڪري فرانس جي باشندن اتان لڏڻ شروع ڪيو. چيو وڃي ٿو ته انهن ئي ڏينهن ۾ جون آف آرڪ کي ننڊ دوران الهامي آواز ذريعي پنهنجي هم وطنن جي مدد ڪرڻ جا اشارا ٿيندا هئا، ان بابت هن فرينچ پادريءَ سان جڏهن اهڙي قسم جي راز جي ڳالهه ڪئي ته ان به اهڙي ڪشف جي تصديق ڪئي. تڏهن اها ڳالهه فرانس جي عام ماڻهن تائين پهتي ته اهي ڪيس ٽوڪڻ لڳا، پر ارادي جي مضبوطيءَ سان هيءَ پنهنجيءَ ڳالهه تي ڄميل رهي. آخرڪار علائقي جي گورنر رابرٽس، ڪيس قافلي سميت ڊوفن ڏانهن موڪليو. رستي ويندي هنن جو انگريز فوج سان مقابلو ٿيو جنهن ۾ جون آف آرڪ جي قافلي کي سوڀ حاصل ٿي. رستي ويندي انگريز فوج هٿان سڙيل هڪ ڳوٺ جي چرچ مان هن کي هڪ تلوار هٿ آئي. ان بعد ساٿس قافلي ۾ شامل سيني فرانسيسي باشندن سندس آڏو ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو. ڇاڪاڻ ته ان وقت اها ڳالهه مشهور هئي ته جنهن وٽ اها تلوار هوندي، اهو ئي فرانس جي حفاظت ڪندو. ڪجهه ڏينهن جي سفر بعد جون آف آرڪ ڊوفن جي درٻار ۾ پهتي. هن تخت ڇڏي سپاهين سان هيٺ بيٺل ڊوفن کي سڃاڻي ورتو. جنهن تي ڊوفن کي عجب لڳو ۽ سندس جون آف آرڪ ۾ ويساهه وڌي ويو. ان وقت هن کي 'لارنس جي ڪنواري' سڏيو ويندو هو. ڊوفن ان وقت جو محب وطن بادشاهه هو. هن جون آف آرڪ جي جذبي ۽ قابليت کي ڏسي، 10 اپريل 1428ع تي ڪيس فوج جي ڪمانڊ



ڏني. فوج جي ڪمانڊ سنڀالڻ بعد هن حضرت عيسيٰ عليه السلام جي نالي وارو جهنڊو هٿ ۾ کنيو ۽ 10 هزار فرانسيسي فوجين جي لشڪر سميت اورلين جي شهر تي ڪاهه ڪئي ۽ انگريزن سان معرڪو ڪيو ان وقت فرانس جي فوج ۾ هي نعرو مقبول ٿيو ته "وڙهو خدا ۽ فرانس لاءِ". وڏي بهادريءَ سان هن انگريزن جي قبضي هيٺ آيل فرانس جي شهر 'اورلينز' کي پنهنجي قبضي ۾ آندو ۽ اتي ڊوفن کي وٺي ڇهين چارلس طور تاج پهرايائين. هن پيرس تان انگريزن جو قبضو ختم ڪرائڻ لاءِ 1429ع ڌاري ڪيترا ڀيرا ڪاهون ڪيون، پر ناڪام رهي. 1430ع ڌاري ڪومبين تي ڪاهه وقت هيءَ انگريز فوج هٿان گرفتار ٿي پئي. سندس گرفتار ٿيڻ بعد ڊيوڪ آف برگنڊيءَ ڪيس مارائڻ چاهيو پر ڪليسا مٿس ڪيس هلائڻ جو اعلان ڪيو ۽ مٿس هيٺيان الزام هنيا ويا:

(1) جون آف آرڪ مَردن جي لباس ۾ جنگ وڙهي آهي.

(2) هن مقدس روحن سان ڳالهائڻ جي ڪوڙي دعويٰ ڪئي آهي، وغيره.

مٿس ٻن جڄن تي مشتمل ڪورٽ ۾ ڪيس هلايو ويو هن تي مقدس روحن سان ڳالهائڻ واري دعويٰ تان هٿ ڪڍائڻ لاءِ سخت تشدد ڪيو ويو ۽ اذيتون ڏنيون ويون، پر هن هار نه مڃي. نيٺ بودي جي پادري 'شين' هن کي جادوگرياڻي قرار ڏنو ۽ 30 مئي 1431ع تي ڪيس سزا ڏيندي 'روان' جي وچ بازار ۾ ڪاٺ جي داسي سان ٻڌي ڪيس ساڙيو ويو. هن جي موت کان ست سال پوءِ 1437ع ۾ فرانسيسي فوجن، پئرس تي قبضو ڪري ورتو ۽ ملڪ آزاد ٿيو. ان کان پوءِ 1456ع ۾ فرينچ حڪومت 'جون آف آرڪ' جو ڪيس فرينچ حڪومت ٻيهر کولائي، عدالت ذريعي ڪيس بي ڏوهي قرار ڏنو. 1920ع ۾ 'پوپ بينڊيڪٽ پانز- 10' جون آف آرڪ کي عيسائي رسمن سان هڪ ولي صفت شخصيت قرار ڏنو. فرينچ قوم اڄ به هر سال 30 مئي تي جون آف آرڪ جو ڏينهن ملهائي ڪيس عقيدت پيش ڪندي آهي.

**جوناٿن مارڪ ڪناير**: ڊاڪٽر جوناٿن ڪناير (J. M Kenoyar)، سنڌو تهذيب تي دسترس رکندڙ عالمن مان هڪ آهي. پاڻ يونيورسٽي آف وسڪونسن ميڊيسان ۾ انٿراپالاجيءَ جي پروفيسر طور ڪم ڪري رهيو آهي. هڙپا آرڪيالاجيڪل ريسرچ پراجيڪٽ (HARP) ۾ گذريل ٽيهن سالن کان سنڌو تهذيب ۽ هڙپا تي تحقيقي ڪم ڪري رهيو آهي. هن وقت به هو 'HARP' اداري جو ڪو ڊائريڪٽر آهي. هندستان ۾ ڄائو نپنو هن برڪلي يونيورسٽيءَ مان بي. اي، ايم. اي، ۽ پي. ايڇ. ڊي (1983) ۾ ڪئي. هي مشهور آرڪيالاجسٽ ۽ عالم جارج ايف ڊيلس جو شاگرد آهي، جنهن سان گڏ هن موهن جي دڙي ۽ هڙپا جون کوٽايون ڪيون آهن ۽ ڪتاب 'Excavation at Mohen jo-Daro' ۾ جارج ايف ڊيلس سندس ساٿي ليکڪ هو هن هندستان ۽ پاڪستان ۾ تقريبا 25 سالن تائين کوٽايون ڪيون آهن. ڊاڪٽر صاحب ڏکڻ ايشيا جون ڪيترين زبانون لکي، پڙهي ۽ ڳالهائي ڄاڻي ٿو سندس تحقيق جو شعبو "هنر ۽ ڪاريگريون" رهيو آهي. هن هندوستان ۽ پاڪستان جي ڪيترن ڪاريگرن سان پراڻي ٺڪر ۽ زيورن کي ٺاهڻ جو ڪم گڏجي ڪيو آهي ته جيئن پراڻي سنڌوءَ جو هنر ٻيهر جياري سگهجي. هن ڪيترائي ڪتاب ۽ تحقيقي مقالا لکيا آهن، سندس مشهور ڪتاب 'سنڌو تهذيب جا پراڻا شهر' (Ancient Cities of Indus Civilization)

جيڪو 1998ع ۾ آمريڪن انسٽيٽيوٽ آف پاڪستان اسٽڊيز جي اهتمام هيٺ ڇپيو. ڇپيل ڪتابن جو وچور هن ريت آهي:

1- Sarang and Jeevai: (A coloring book story of Ancient Indus valley). Oxford University Press, Karachi A.D 1998.

2- Ancient Cities of the Indus valley Civilization, Oxford University Press and American Institute of Pakistan studies, Karachi A.D. 1986.

3- Excavation at Mohen jo Daro, by G. F Dales and J. M Kenoyar.

4- From Summer to Meluhha: by George F. Dales, J.M Kenoyer Jr Wisconsin Archeaology Reports.

**جوناٽي:** تعلقي وارهه جي هڪ ديهه جو نالو آهي. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جوناٽي، محمد رمضان گاڏهي، دائم خان چولياٽي، صاحب خان ٽنيو، بولو خان لاشاري، قبول لاشاري ۽ ٻيل خان.

**ڄَون ايليا:** اردوءَ جي مشهور شاعر ڄَون ايليا، جو پورو نالو ڄَون اصغر ولد سيد شفيق حسين ايليا هو. 14 ڊسمبر 1931ع تي ڀارتي شهر امروها ۾ ڄائو. سندس جنم پڙهيل لکيل گهراڻي ۾ ٿيو. سندس والد علامه شفيق حَسن ايليا ڪيترين زبانن جي علم، ادب جو ڄاڻو ۽ شاعر هو. هيءُ رئيس



امروهيءَ جو ڀاءُ ۽ ناميارو ليکڪ زاهده حنا جو مڙس هو. ڄَون ايليا ۽ زاهده حنا ۾ عليحدگي 1980ع ۾ ٿي. هو عربي، فارسي ۽ انگريزي پڙهيو هيءُ اسڪول ۾ ئي پڙهندو هو ته هندستان جو ورهاڱو ٿيو جنهن بعد 1957ع ڌاري هي ٻين مهاجرن سان گڏ هتي اچي ڪراچيءَ ۾ اچي آباد ٿيا، جتي اردوءَ ۾ ايم. اي ڪرڻ سميت عربي ۽ فارسيءَ جون سندون حاصل ڪيائين. ڪيس عبراني ٻوليءَ تي به عبور حاصل هو. ننڍپڻ ۾ ئي شاعري شروع ڪيائين. 1958ع ڌاري ماهوار رسالي 'انشا' ۾ باقائدي لکڻ شروع ڪيائين ۽ ادبي دنيا ۾ مختصر عرصي ۾ نالو ڪڍيائين، اڳتي هلي اهو ساڳيو رسالو 1964ع ڌاري 'عالمي ڊائجيسٽ' جي نالي سان نڪرڻ لڳو، جيڪو 1988ع تائين باقاعده شايع ٿيندو رهيو. 1963ع کان 1968ع تائين هيءُ اسماعيلي فرقي وارن جي تحقيقي ۽ تصنيفي اداري سان ايڊيٽر طور لاڳاپيل رهيو جتي هن اسلامي تاريخ ۽ فلسفي تي ٻڌل ڪيترا ڪتاب ترجمو ڪيا. 1967ع ڌاري ترقي ۽ اردو بورڊ پاران تيار ڪئي ويندڙ اردو جي لغت ۾ پڻ هن جون خدمتون شامل رهيون. جنهن ۾ 1976ع تائين لغت جي ڪم ۾ هيءُ مددگار طور شامل رهيو ۽ ان جي تياريءَ ۾ پڻ ڀرپور حصو ورتائين. 1979ع ڌاري هن اسلامڪ ريسرچ انسٽيٽيوٽ ۾ رهڻ دوران مشهور فلاسافر 'طوسي' جي ڪلام تي مبني ڪتاب 'تجريد' جو اردو زبان ۾ بهترين ترجمو ڪيو. اردو ادب ۾ سندس خدمتن عيوض حڪومت طرفان ڪيس 2000ع ۾ 'حسن ڪارڪردگيءَ' جو صدارتي تمغو ڏنو ويو. 1988ع ڌاري هن 'روشن خيال' نالي هڪ ماهوار مئگزين جاري ڪيو ڪيترائي ڪتاب ترجمو ڪرڻ سميت تصنيف به ڪيائين. سندس پهريون شعري مجموعو 'شايد' 1991ع ۾ شايع ٿيو شاعري جي ڪتابن ۾: (1) شايد (1991ع)، (2) يعني (2003ع)، (3) گمان (2004ع)، (4) ليڪن (2006ع)، (5) گويا (2008ع) جي نالي سان شايع ٿيل آهن. هن ڪيترائي ڪتاب ترجمو به ڪيا، جن ۾: 'مسيح بغدادي'، 'حلاج اسماعيليت'، 'يمن ميسي'، 'تهذيب'، 'شام و عراق ۾'، 'مطالعه طواسين' ۽ ٻيا ڪيترائي شامل آهن. جون ايليا کي فلسفي، منطق ۽ اسلامي تاريخ جي ڄاڻ هئي، نرالي شاعر طور به مشهور هو. هيءُ 8 نومبر 2002ع ۾ ڪراچيءَ ۾ وفات ڪري ويو.

**جونپوري** (راڳڻي): هيءَ آسا وري ٺاٺ جي کاڏو سمپورن راڳڻي آهي. جنهن جي آروهيءَ ۾ گنڌار ڪو نه لڳندو آهي. امروهي سمپورن اٿس. هڪ اصول وارا هن جو وادي سُر نکاد مڃين ٿا. ٻيا ڌيوت. هي سلطان حسين شرقيءَ جي ايجاد ڪيل راڳڻي آهي. ان ڪري ان جو گرتن ۾ ذخيرو آهي. آساوريءَ جي آروهي اوڊو ۽ امروهي سمپورن آهي. جڏهن ته جونپوريءَ جي آروهي کاڏو ۽ امروهي سمپورن آهي. اهوئي ٻنهي راڳڻين ۾ فرق آهي.

خاص تان: ما- پا- ڌا - پا - گا - ري- سا- ري- ما - پا - ڌا- نا- ڌا- پا - ما- پا- گا- ري- سا- سا- ري- ما پا - ڌا- ڌا پا- نا ڌا- پا- ما ما- ڌا- نا سا- نا ڌا - پا- ما پا- گا- ري سا- نا- ڌا- پا- ما پا- ڌا- نا سا- ري- ما- پا گا- ري- سا.

هن راڳڻيءَ جي آروهي: سا ري ما پا ڌا نا سَا ۽ امروهي: سَا نا ڌا پا ما گا ري سا آهي. جڏهن ته وادي سُر هڪ مت موجب ڌيوت ۽ ٻي مت موجب نکاد چون ٿا. جڏهن ته سموادي سُر رکب آهي. هن راڳڻيءَ جي ڳائڻ جو وقت ٻپهري آهي.

**جونپوري، سيد محمد:** مهدوي تحريڪ جو باني سيد محمد جونپوري، جونپوريءَ شهر ۾ 842 هه/ 1438ع ۾ پيدا ٿيو. زهد، تقويٰ ۽ درويشيءَ ۾ پنهنجو مَٽ پاڻ هو. هن ستن سالن تائين لاڳيتو روزا رکيا. ورد وظيفا ڪيا ۽ گوشه نشيني ۽ زهد واري زندگي گذاري. سائين جي. ايم. سيد پنهنجي ڪتاب 'پيغام لطيف' ۾ لکي ٿو ته: "انهي عرصي دوران چيو وڃي ٿو ته ڪيس غيبي آواز ٻڌڻ ۾ آيو ته 'انت مهدي' شروع ۾ هن آواز کي ڪا اهميت نه ڏني، پر جڏهن اهو آواز مسلسل ڪيترن ورهين تائين سندس ڪنن ۾ گونجڻ لڳو تڏهن هن کي يقين ٿي ويو ۽ پاڻ کي 'مهدي' ڪوئائڻ لڳو هي نائين صدي هجريءَ وارو زمانو هو. جڏهن هندستان ۾ سخت بدامني ۽ غير يقينيءَ وارو ماحول هو روز بادشاهيون ٺهنديون ۽ ڊهنديون هيون. اهڙي ڪا مرڪزي حڪومت باقي نه رهي هئي، جيڪا هندستان اندر مسلمانن جو شيرازو درست ڪري شريعتي دستور جاري ڪري سگهي. حق تي هلندڙ ديني عالم گهٽجندا رهيا ۽ منجهن دنيا جي لالچ گهر ڪري وئي هئي. جاهل پيرن جي عملن ڪري مسلمانن ۾ گمراهي ڦهلجڻ لڳي هئي. هي حال ڏسي سيد محمد جونپوريءَ شريعت کي زنده ڪرڻ، خلق خدا کي سنئين راهه تي آڻڻ ۽ مسلمانن کي شريعتي نظام مطابق هلائڻ جي ضرورت محسوس ڪئي. ٿوري عرصي ۾ هزارين ماڻهو سندس معتقد ٿيا ۽ ڪيترن ئي ملڪن جا والي به سندس مريديءَ جي دائري ۾ شامل ٿي ويا. سنڌ ۾ به سندس ڪيترائي مريد هئا. ان دؤر جا ڪجهه اهم فوجي آفيسر ۽ روحاني پيشوا جهڙوڪ: شيخ صدرالدين جهڙا به هن جا مريد هئا. مشهور

شاعر قاضي قادن بہ هن جو مريد چيو وڃي ٿو. ڪلهوڙا گهراڻي بابت ٻڌايو وڃي ٿو تہ اهو بہ فڪري طور هن جو پوئلڳ هو. 'تحفتہ الڪرام' ۾ علي شير قانع لکي ٿو تہ: "آدم شاهہ ڪلهوڙو هن جو پوئلڳ هو."

اڄ بہ سنڌ ۾ ڪن جاين تي ڪيس مڃڻ وارا موجود آهن. سنڌ جا مهدوي پوئلڳ هندستان وارن کان مختلف آهن. سندن طور طريقا موثر هئا، جنهنڪري امير، فقير، اعليٰ ۽ ادنيٰ هڪ ئي ڏاڪي ۾ پوئجي ويا. سندس تحريڪ جا مکيہ اصول هيٺيان هئا.

1- **هجرت ڪرڻ:** سندس چوڻ هو تہ جيستائين ماڻهو قيدي وطن کان آزاد ٿي، گهر ٻار جو آسانگو لاهي لڳ لاڳاپا ڇڏي، جماعت ۾ داخل نہ ٿيو آهي، ايستائين ان ۾ ڪا وڏي اميد رکڻ اجائي آهي. ان ڪري ان راهہ ۾ هجرت ڪرڻ ضروري هو.

2- **ترڪ مال:** سندس رايو هو تہ انسان جي راهہ ۾ ٻي رنڊڪ جيڪا ڪيس اعليٰ ارادن ۽ ڪمن کان روڪي ٿي، اها حال ۽ ملڪيت جي محبت آهي، سندس حلقي ۾ داخل ٿيڻ لاءِ اهو ضروري هو تہ هو پنهنجي ملڪيت تحريڪ جي ميمبرن حوالي ڪري تہ اهي ان کي تحريڪ جي راهہ ۾ خرچ ڪن.

3- **جان جي قرباني:** انهيءَ تحريڪ ۾ داخل ٿيڻ لاءِ اهو بہ ضروري شرط هو تہ لاڳاپا لاهي، خوف خطرا ڦٽا ڪري، سر تريءَ تي رکي، مخالفن کي منهن ڏيڻ لاءِ تيار ٿي وڃڻو هو. سندس اهو عقيدو هو تہ شريعتي نظام قائم ڪرڻ لاءِ طاقت جو هٿ ۾ هئڻ ضروري آهي، ان لاءِ زور زبردستي ۽ تلوار استعمال ڪرڻ کان بہ نہ ڪيٻائڻو آهي.

مهدي سڏائڻ تي سيد محمد جونپوريءَ جي عالمن ۾ مخالفت وڌي وئي، اصل ۾ سندس مريدن ۽ پوئلڳن بہ زيادتي کان ڪم وٺندي کيس مهدي آخر زمان سان تشبيهہ ڏيڻ شروع ڪئي. جڏهن تہ مجدد ۽ مهدي اسلام جا نئين سر زنده ڪندڙ پئي تسليم ڪيا ويا آهن. مسلمانن جي ڪجهہ فرقن ۾ عقيدو آهي تہ جڏهن مسلمان مذهب کان دور ٿي ويندا آهن ۽ مذهب ۾ ڪيئي بدعتون پئجي وينديون آهن تہ هڪ هزار سال بعد مجدد پيدا ٿيندو آهي، پر مهدي تقريباً ساڳين مقصدن لاءِ صرف هڪ دفعو اچڻو آهي. جيتوڻيڪ انهيءَ دعويٰ سان اڄ تائين ڪيئي ماڻهو پيدا ٿيا آهن. اهي تحريڪون موجوده زماني جي زبان ۾ مهدوي تحريڪون سڏيون ويون آهن جيڪي ٻين تحريڪن سان تشبيهہ رکندڙ ۽ هڪ ئي سلسلي جون ڪڙيون هيون، جن جو مکيہ مقصد اهو پئي رهيو آهي تہ مسلمانن کي منظم ڪري دنيا تي اسلام جو غلبو آڻجي. سيد محمد جونپوري افغانستان ۾ 911هہ/ 1505ع ۾ وفات ڪري ويو. (وڌيڪ ڏسو: تحريڪ مهدوي).

**جونگ:** تعلقي اوٻاڙي جي هڪ ديهہ آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جونگ، ڦالو ٻرڙو، جان محمد ڀڳهيو، جهنڊو ڀڳهيو ڪوٽلو مرزان، ڀڳويٽو واڌو پيو الهہ رکيو شر ۽ مينيجمينٽ ڪالوني.

**جوني:** تعلقي ٽنڊي محمد خان جي هڪ ديهہ آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حاجي ڪريم ڏنو سيال، علي محمد شاهہ، ڪانڌاراهہ ڳوٺ ۽ پڏا.

**جونيز:** جونيز بيماري ڍڳين ۽ مينهن جي آندن جي پراڻي سوزش آهي، جيڪا مائيڪرو بئڪٽيريم پيرا ٽيوبرڪيولوسز نالي جراثيم سان ڦهلجي ٿي. هي جراثيم تمام سخت جان آهي ۽ ڇيڻي ۾ ڪيترن ئي مهينن تائين زنده رهي سگهي ٿو هي بيماري رڍن ۽ ٻڪرين ۾ بہ ٿئي ٿي. سنڌ ۾ عام آهي.

**نشانيون:** جانورن کي سڄي ڪاڏي ڪائڻ ۽ صحتمند هئڻ جي باوجود دست ٿي پوندا آهن، جيڪي ڪيترن ئي مهينن تائين هلندا آهن ۽ ڪنهن بہ دوا جو اثر نہ ٿيندو آهي. آهستي آهستي جانور ڪمزور ۽ ڏٻرو ٿيندو آهي ۽ پوءِ ڪڏهن ڪڏهن مري بہ وڃي ٿو. بيماري جي صحيح سڃاڻپ وٽرنري ليبارٽري ۾ چڪاس کان پوءِ ٿئي ٿي.

**جوڻ:** هيءَ سنڌ جي لاڙ واري خطي ۾ چاچڪان پرڳڻي جو هڪ آڳاٽو شهر آهي، جيڪو سنڌو درياهہ مان نڪرندڙ ريڻ شاخ جي ڪپ تي آباد هو. هيءَ شهر سمن جي دور کان بہ اڳ جو آباد هو. جنهن جا آثار تعلقي ماتليءَ جي اولهہ ۾ واقع آهن. جوڻ کان ٽن ڪوهن جي مفاصلي تي 'فتح باغ' نالي هڪ مشهور شهر هو، جيڪو آباديءَ، گلن ڦلن واري فضا ۽ ميون جي ڪري مشهور هو، ان ڪري پهاڪو مشهور ٿيو تہ:

نرت نوراڻي، نار نصرپور، ڦل فتح باغ
هلي ڏسون جوڻ، جتي ڪپهہ جو واپار!

جوڻ شهر جي نسبت سان بہ آڳاٽا واقعا مشهور آهن. هڪ: "1520ع ڌاري جام صلاح الدين، مرزا شاهہ حسن ارغون جي آمد تي ٺٽي مان نڪري جوڻ ۾ اچي رهيو. جتي ٻنهي وچ ۾ جنگ لڳي، جنهن ۾ جام صلاح الدين ۽ سندس پٽ جام هيبت علي مارجي ويا." ٻيو واقعو اهو تہ "جڏهن مغل بادشاهہ همايون جوڌپور مان نڪري عمرڪوٽ ۾ پهتو تہ اتي ڪيس جلال الدين محمد اڪبر ڄائو. جيڪو پوءِ هندستان جي تاريخ ۾ شهنشاهہ اڪبر جي نالي سان مشهور ٿيو. ان بعد همايون جوڻ ۾ آيو، جتي ڇهن مهينن جي قيام کان پوءِ هن اڪبر کي بہ عمرڪوٽ مان گهرائي پاڻ وٽ رهايو. اهڙيءَ طرح شهنشاهہ اڪبر جي ننڍپڻ جا 21 سال سنڌ جي مختلف شهرن ۾ گذريا. هن شهر جي جاهہ ۽ جلال ۽ شادابيءَ جي ساراهہ 'آئين اڪبري' ۽ 'تحفة الڪرام' ۾ بہ ڪيل آهي.

دهليءَ جو تخت سنڀالڻ کان پوءِ اڪبر بادشاهہ هر سال فتح باغ جا انب، اٺن تي لڏائي، قافلي ذريعي دهليءَ گهرائيندو هو. انهن اٺن تي ماڪيءَ سان ڀريل چمڙي جون بہ دٻيون ڪڙيل هونديون هيون. جيڪي انبن سان ڀري دهليءَ موڪليون وينديون هيون. اهڙيءَ طرح فتح باغ جا انب ٻارهن ئي مهينا اڪبر جي استعمال ۾ ايندا هئا. 1758ع ڌاري سنڌو درياهہ جڏهن نصرپور وارو وهڪرو ڇڏيو، تڏهن جوڻ ۽ فتح باغ وارا علائقا ويران ٿيندا ويا، تان جو 1780ع ڌاري مدد خان پٺاڻ لاڙ جي ٻين شهرن وانگر جوڻ ۽ فتح باغ کي بہ تباهہ ڪري ڇڏيو. موجوده دور ۾ هتي کنڊرن کانسواءِ سيد ڪبير شاهہ جي درگاهہ آهي، جيڪو اسماعيلي سيد هو. هن وقت درگاهہ جا سنڀاليندڙ بہ اسماعيلي آهن.

**جوڻ**[2]: ٽنڊي محمد خان جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ 'حاجي ڪريم ڏنو سيال'، 'علي محمد شاهہ'، 'ڪانڌڙا' ۽ 'پٽڙا' ڳوٺ شامل آهن.

**جوڻ³**: ’جوڻ‘ جي معنيٰ آهي جنم. هندن جي عقيدي موجب ڪنهن ساهہ واري جي مرڻ کان پوءِ قالب (ويس ۽ صورت) بدلائي ٻئي ڪنهن ساهہ واري جي قالب ۾ جمڻ. ان کي ’جوڻ متائڻ‘ بہ چئبو آهي (ڏسو: پنرجنم).

**جوٽا**: تعلقي ڪوٽڏيجي جي هڪ ديهہ آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جوٽا، جان محمد ونديئر، هنگورا (الهہ ڏنو)، عالم پنهور، شاهہ بيگ پنهور، پير بخش پنهور، امين پنهور، رستم خان ونديئر، پير بخش وساڻ، ساٽي خان پنهور، چنو خان ڪلهوڙو، درمحمد هنگورو، حاجي علي نواز، حاجي رحيم بخش وساڻ، صابو پنهور، حاجي عبدالرحيم شيخ، حاجي محمد مراد، وزير خان وساڻ، سوائي خان هنگورو، ڪريم بخش هنگورو ۽ علي نواز وساڻ.

**جوٽاس**: تعلقي پنو عاقل جي هڪ ديهہ آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جوٽاس، ڪبير ميتلو، خيرو جهلڻ، جندو پارو، گندل چاچڙ، عبدالقادر منگي.

**جوٽالو**: قديم ڳوٺ جوٽالو، نوشهري فيروز ضلعي جي موري تعلقي جي يونين ڪائونسل لليا ۾ سنڌو درياهہ جي ڪاهي پاسي دادو مورو پل کان اتر طرف تقريباً ٻہ ڪلوميٽر اتر طرف ۽ پُرڻ ڳوٺ کان تقريباً هڪ ڪلوميٽر اولهہ طرف قائم آهي. هيءُ ڳوٺ اٽڪل ٽي صديون اڳ درياهہ جي پرسان، جوٽا ذات جي ماڻهن اڏيو هو. ان ڪري ان تي نالو ’جوٽالوءِ‘ پيو. پر پوءِ ’جوٽالو‘ سڏجڻ لڳو. درياهہ جي پاڻي سبب ٻہ دفعا هيءُ ڳوٺ ٻڏي چڪو آهي. 2010ع واري ٻوڏ ۾ بہ هتي ڪافي نقصان رسيو هن وقت ٽئين هنڌ تي آباد آهي ۽ منجهس جوٽا ذات جو ڪو بہ ماڻهو آباد نہ آهي. ڳوٺ ۾ هندو ۽ مسلمانن ۾ سيد، ڇهواڻ، لاڙڪ، خاڪي، چنا، ڏڪڻ (جيڪي بعد ۾ لاڪا سڏائڻ لڳا) ۽ ڪوري (جيڪي شهر آباد ٿيڻ کان پوءِ ڪوڪر سڏائڻ لڳا) آباد هئا.

هندو زميندارئَ ۽ واپار سان لاڳاپيل هئا. گيهي مل، ڳوٺ جو مُکي هو. 1947ع ۾ سندس هندستان لڏي وڃڻ کان پوءِ سندس زمين جي نمبر واري ڪليم ۾ اچي ڪيترا مالڪ تبديل ٿيا، پر اڄ بہ گيهي وارو نمبر سڏجي ٿو جڏهن تہ پيسُو جهمٽ ۽ جينو واپار سان تعلق رکندا هئا. سندن هٿَ ڏيتي ليتي ۽ سٺي ساک سبب علائقي ۾ ڪافي مقبول ۽ مشهور هئا.

تعليم جي لحاظ کان جوٽالو ڪافي اڳڀرو رهيو آهي. هن ڳوٺ مان هر دور جي تعليمي قابليت مطابق انتهائي پڙهيل لکيل ماڻهو پيدا ٿيندا رهيا آهن. انگريزن جي دور ۾ ڳوٺ ۾ ٽي ملا مڪتب قائم هئا.

سيد پير علي شاهہ (1901-1982) پهريون ماڻهو هو جيڪو علي ڳڙهہ مان ماسٽرس جي ڊگري حاصل ڪئي ۽ ايل. ايل. بي جو امتحان پاس ڪري انگريزن جي دور ۾ خيرپور رياست ۾ جج طور مقرر ٿيو ملازمت جو وڏو عرصو ڊپٽي سان خيرپور ۾ گذاري، آخر ۾ نواب شاهہ مان رٽائرمينٽ حاصل ڪيائين. وچ ڳوٺ ۾ قائم سندس عاليشان ڳاڙهي ماڙي، نشانيءَ طور مشهور هئي. سندس پٽ غلام نبي شاهہ (1927-1967) ايل. ايل. بي جي سَند وٺي سيشن ڪورٽ دادوءَ ۾ وڪالت ڪندو هو. سندس شمار ان وقت جي سنڌ ۽ بلوچستان هاءِ ڪورٽ جي برک وڪيلن ۾ ٿيندو هو. غلام نبي شاهہ جو پٽ مهتاب علي شاهہ علائقي جو پهريون ماڻهو آهي، جيڪو ڪيمبرج يونيورسٽيءَ مان پي. ايچ. ڊي ڪري آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ ۾ ڪجهہ وقت وزيٽنگ پروفيسر طور مقرر ٿيو سندس پي. ايچ. ڊي جي ٿيسز انگلنڊ مان شايع ٿي. اڄڪلهہ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ انٽرنيشنل ڊپارٽمينٽ ۾ پروفيسر طور پڙهائي رهيو آهي. ڳوٺ جو ٻيو مشهور ماڻهو سيد جلال الدين شاهہ هو جيڪو 5 جنوري 1905ع تي جوٽالي ۾ پيدا ٿيو ۽ شروعات ۾ تعليم کاتي ۾ استاد طور مقرر ٿيو. اڳتي هلي ڊسٽرڪٽ انسپيڪٽر آف اسڪولس، سکر، سانگهڙ، دادو ۽ جيڪب آباد رهيو. منياڻي ۽ سڪرنڊ ٽريننگ ڪاليج جو پرنسپال بہ رهيو ۽ سڪرنڊ مان 1963ع ۾ رٽائر ڪيائين. پاڻ جوٽالي مان لڏي نوشهري فيروز ۾ ويٺو تہ اتي پيرن واري مسجد ۾ هر جمع ڏينهن واعظ ڪندو هو. هي نوڪريءَ دوران حڪمت پڻ ڪندو هو. رٽائر ٿيڻ بعد سندس ڊنڊو حڪمت بڻيو. پاڻ 1990ع ۾ نوابشاهہ ۾ وفات ڪيائين. سندس وڏو فرزند امام علي شاهہ بہ حڪمت ۾ سندن شاگرد آهي ۽ حڪمت ڪندو رهي ٿو ٻيو نمبر فرزند ڊاڪٽر علي ارشد شاهہ دل جو اسپيشلسٽ آهي ۽ نوشهري اسپتال ۾ نوڪري ڪري ٿو. سندس آخري فرزند سيد جمال مصطفيٰ شاهہ ڊي. سي. او نواب شاهہ، اي. ڊي. او روينيو راولپنڊي ۽ ٻين عهدن تي رهيو آهي. سندس نياڻين ۾ زهرا بيبي پرائمري ٽيچر، رشيده بيبي ايسوسيئيٽ پروفيسر ڊاڪٽر سيده ام ڪلثوم، هن وقت ائسوسيئيٽ پروفيسر آهي. صوفياڻو راڳ هر روز رات جو ڳوٺ ۾ قائم سندن اوطاقن ۾ ٿيندو رهندو هو. ڳائڻين ۾ حوا پٺاڻ ۽ جانل ملاح منياڻي واري هيون. جيوٽي ٻائي ۽ لاهور واري شمشاد بيگم بہ هن ننڍڙي ڳوٺ ۾ ڳائي چڪيون آهن. ان کان علاوه مائي الهوسائي کان سواءِ مشهور فنڪاره عابده پروين جي ماءُ ممتاز بيگم بہ هن ڳوٺ ۾ فن جو مظاهرو ڪري چڪي آهي. پڳتن مان جاڙو پڳت، مسخرن مان نورو مسخرو ۽ محمد فقير بہ هن ڳوٺ ۾ پنهنجو فن ڏيکاري ويا آهن.

انگريزن جي دور ۾ جوٽالي ۾ هر هنرسان وابستہ هنرمند ۽ ڪمي ڪاسبي آباد هئا. جهڙوڪ: حجم، موچي، ڏکڻ، ملا موراڻا، دايا، جيڪي اجرت نقد وصول ڪرڻ بجاءِ آهت تي ڪم ڪندا هئا. 1947ع ۾ هندستان جي تقسيم کان پوءِ هندن جي لڏپلاڻ ڪري جوٽالو ڦٽڻ شروع ٿي ويو، جيڪو حال ۾ ڪجهہ آباد هجڻ باوجود هڪ ڦٽل ڳوٺ جو عبرتناڪ منظر پيش ڪري رهيو آهي. ديهہ جوٽالي، يو سي لليا ۾ آهي. درياهہ منجهان ٽي واٽر ڪورس نڪتل هوندا هئا، درياهہ جي چاڙهہ وقت ماڻهو انهن جي پاڻيءَ تي نارن وسيلي فصل ڪاهيندا هئا. انهن ڪڙين جا نالا هي هئا: (1) منگواڻو واهہ، (2) سيد امير شاهہ جو ڪڙيو، (3) دوست علي جيسر جو ڪڙيو.

ديهہ جوٽالي ۾ مشهور ڳوٺ امام آباد آهي، جنهن ڳوٺ جو علي محمد سيال وڏو لکيل پڙهيل هو. جنهن جي ڪوشش سان هينئر گورنمينٽ هاءِ اسڪول امام آباد هلي رهيو آهي، جيڪو امتحاني مرڪز بہ آهي. ان سان گڏ ڳوٺ ۾ مڊل اسڪول، پرائمري بوائز اسڪول، پرائمري گرلس اسڪول، پوسٽ آفيس موجود آهن. انڪان سواءِ ڳوٺ غلام علي سنگراهہ، ڳوٺ جمال الدين سيال، ڳوٺ غلام علي خاڪي، ڳوٺ خير محمد ٻوڪ، ڳوٺ مسو سينار، ڳوٺ نور محمد سينار، ڳوٺ باجاڻي سينار، ڳوٺ

الهداد خاڪي، ڳوٺ پنهور خان پنگر، ڳوٺ خير محمد پنگر، ڳوٺ حسن خاڪي وغيره آهن.

هن ڳوٺ ۾ ٻن وڏن شاعرن جو تربتون آهن، جن ۾ هڪ سيد سعيد علي شاهه 'خادم' ۽ ٻيو سندس فرزند سيد روشن علي شاهه 'روشن' لاهوتي. سعيد علي شاهه خادم جي ورسي هر سال 13 تاريخ رجب تي ٿيندي آهي ۽ روشن علي شاهه جي ورسي 7 شعبان تي ٿيندي آهي. انهن ڏهاڙن جي نگراني سنڌ جو مشهور شاعر راشد علي شاهه 'راشد مورائي' ڪندو آهي، جيڪو سعيد علي شاهه جو فرزند ۽ لاهوتي روشن علي شاهه جو ننڍو ڀاءُ آهي. راشد جو ٻيون ڀاءُ معصوم علي شاهه نماڻو به شاعر هو سعيد علي شاهه خادم راڳ جو ڄاڻو هو يڪتاري تي خود به ڳائيندو هو وٽس استاد سينڌو خان مهينن جا مهينا اچي رهندو هو عابده پروين جو پيءُ غلام حيدر ۽ ماءُ ممتاز بيگم به سندس مريد هئا. غلام حيدر سنو ستار نواز ۽ باجي نواز به هو.

**جوڻيجا**[1]: هيءَ سنڌ جي هڪ مشهور ذات آهي. جوڻيجا اصل ۾ سما قبيلي جو پاڙو آهن. هنن جو شجرو جوڻيجي هوتي ۽ ٽيبي بن انڙ سمي جي اولاد سان ملي ٿو ايس صادق عليءَ جي لکت موجب جوڻيجا دلن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي، جيڪي انڙن مان آهن. هنن جي خاص پاڙن ۾: جهنگليجا، رماڻي، ساجناڻي، قائماڻي، ڪبر، ڪارباڻي، ڳهريا، ليماڻي، محباڻي، وساڻ، چچر، دبگر ۽ ويڙهيجا شامل آهن. جوڻيجا ذات سان تعلق رکندڙ محمد خان جوڻيجو (مرحوم)، پاڪستان جو وزيراعظم رهي چڪو آهي، سنڌ جو مشهور زميندار رئيس شاهنواز جوڻيجو، ناليوارو ليکڪ ۽ ڊرامه نويس ۽ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جو اڳوڻو چيئرمئن عبدالقادر جوڻيجو، محقق ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو ۽ سياستدان عبدالخالق جوڻيجو پڻ هن ذات مان آهن.

**جوڻيجا**[2]: تعلقي قمبر جي هڪ ديهه جو نالو آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جوڻيجا، سيايو چانڊيو عرف باگو چانڊيو، آباد، مورمغيري، نوناري.

**جوڻيجا**[3]: تعلقي عمرڪوٽ جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

اوطاق محمد حسن، اوطاق حاجي فتح محمد، حاجي نبي بخش چانگ ۽ الهه بچايو.

**جوڻيجاڻي**: تعلقي ٽنڊي آدم جي هڪ ديهه آهي جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

باقر نظاماڻي، عظيم خاصخيلي، سومار خاصخيلي، قاضي تقي، ڪولهي ڳوٺ، محمد صالح جمالي، عالم آرائين، غياث الدين، محمد بچل خاصخيلي، محمد يوسف مهراڻي ۽ خير محمد ڪوسو.

**جوڻيجو، جان محمد**: 'رئيس المهاجرين' جي لقب سان مشهور جان محمد جوڻيجو ولد حاجي ڪريم بخش خان جوڻيجو لاڙڪاڻي ويجهو ڳوٺ "ڏامراهه" ۾ 1304هه/1887ع ۾ ڄائو شروعاتي تعليم پنهنجي ڳوٺ ڏامراهه مان حاصل ڪيائين ۽ پوءِ ڪجهه وقت لاڙڪاڻي ۾ پڙهي، مئٽرڪ سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ مان ڪيائين. پنهنجي والد جي اسرار تي لنڊن ويو جتي بئريسٽري پاس ڪيائين. لنڊن کان واپس اچي پهرين ڪراچيءَ ۾ وڪالت شروع ڪيائين، پر جلد ئي والد جي وفات سبب لاڙڪاڻي موٽي آيو جان محمد جوڻيجي خلاف تحريڪ ۾ پڻ ڀرپور حصو ورتو. خلافت ڪانفرنس (ڏسو: **تحريڪ خلافت، جلد ٻيو**) جو پهريون اجلاس 1919ع ڌاري دهليءَ ۾ ٿيو جنهن ۾ سنڌ مان مولانا تاج محمود امروٽي، عبدالله هارون، تراب علي شاهه ۽ شيخ عبدالعزيز سميت ٻين به شرڪت ڪئي ۽ اجلاس ۾ طئه ٿيو ته 17 آڪٽوبر تي ترڪيءَ جي خلافت جي سلامتي لاءِ دعائون گهريون وڃن. ان ڏينهن تي بئريسٽر جان محمد جوڻيجي لاڙڪاڻي ۾ پنهنجي بنگلي جي اڳيان هڪ عظيم الشان جلسو منعقد ڪرايو. ان جلسي ۾ پوري ضلعي جي ڪنڊ ڪڙڇ مان هزارن جي تعداد ۾ ماڻهن شرڪت ڪئي. ان جلسي ۾ هن عوام کي انگريزن جي ناپاڪ منصوبن کان آگاهه ڪيو ان کان پوءِ هن لاڙڪاڻي شهر ۾ پنج ڏينهن لڳاتار هڙتال ڪرائي. مولانا دين محمد وفائي پنهنجي ڪتاب 'ياد جانان' ۾ لکي ٿو ته اها هڙتال ۽ ان ڏينهن واري ڪارن جهنڊن سان شهر ۾ نڪتل جلوس، انگريز سرڪار کي ٽرڙلي ۾ آڻي ڇڏيو 1919ع ڌاري ڪراچيءَ ۾ رئيس غلام محمد ڀرڳڙيءَ (ڏسو: **ڀرڳڙي، رئيس غلام محمد**) طرفان قائم ڪيل مسلم ليگ برانچ جو ميمبر ٿيو.

جان محمد جوڻيجي خلافت تحريڪ کي زور وٺائڻ لاءِ ۽ ماڻهن ۾ ايمان جي جذبي کي بيدار ڪرڻ لاءِ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ جو دورو ڪيو. جيڪب آباد ۾ جيڪا خلافت تحريڪ ڪانفرنس 1920ع ۾ ٿي، ان ڪانفرنس ۾ جان محمد جوڻيجي پنهنجي تقرير ۾ چيو هو ته:

"مان اڄ کان وٺي انگريزن سان پنهنجا هر قسم جا تعلقات ختم ٿو ڪريان، مان اڄ کان پنهنجي سرداري؛ پنهنجي ڪرسيءَ جو اعزاز؛ پنهنجي ميونسپل ڪمشنري؛ لوڪل بورڊ جي ميمبري ۽ بئريسٽريءَ جي ڊگري انگريز کي واپس ٿو ڏيان. نه رڳو اهو پر اڄ آئون پنهنجي زرعي زمين جي ڍل ۽ آبيانو به انگريز سرڪار کي ڏيڻ کان انڪار ٿو ڪريان."

بئريسٽر صاحب جي ان جوشيلي تقرير ماڻهن تي انگريزن جي خلاف وڏو اثر ڪيو ۽ ڪين قربانيءَ لاءِ تيار ڪيو جلسي ۾ ويٺل هزارين ماڻهن انگريزن سان تعلقات ختم ڪرڻ جي تائيد ڪئي ۽ پنهنجي هر شيءِ قربان ڪرڻ جو اعلان ڪيو. ان کان پوءِ انگريز سرڪار هن مرد مجاهد کي تڪليفون ڏيڻ شروع ڪيون. سندس زمين جو پاڻي بند ڪيو ويو جنهنڪري سموري زمين غير آباد ٿيڻ لڳي، انگريز سمجهن پيا ته ائين ڪرڻ سان هيءَ خلافت تحريڪ کي ڇڏي، سندن آڏو جهڪندو، پر هيءُ نه جهڪيو بهرحال ان وقت جي عالمن اها فتويٰ جاري ڪئي ته مسلمان هن ملڪ مان هجرت ڪري پنهنجي دين جي سلامتيءَ لاءِ ٻئي ملڪ وڃي سگهن ٿا.

جان محمد جوڻيجي برصغير جي مسلمانن کي هجرت لاءِ تيار ڪيو ۽ پنهنجي خرچ تي ريل گاڏيءَ جو انتظام ڪيو ان وقت 3 جولاءِ 1920ع واري 'الوحيد' اخبار لکيو ته: "رئيس المهاجرين بئريسٽر جان محمد جوڻيجي اعلان ڪيو آهي ته 9 جولاءِ 1920ع تي اسپيشل ٽرين نڪرندي، جنهن ۾ مسلمان هجرت لاءِ اچي وڃن. سندس ان اعلان تي، سنڌ جي هر ضلعي

۽ هر شهر مان هزارن جي تعداد ۾ ماڻهو هجرت لاءِ اچي لاڙڪاڻي پهتا، پوري برصغير مان مهاجرن جو اهو پهريون قافلو سنڌ جي ضلعي لاڙڪاڻي مان بئريسٽر جان محمد جوڻيجي جي اڳواڻيءَ هيٺ پشاور کان ٿيندو وڃي افغانستان پهتو. هن اتي مهاجرن کي منظم ڪرڻ لاءِ وڏي جدوجهد ڪئي. ان دوران سندس طبيعت خراب ٿي پئي، اجمير جي دوري ۾ رئيس جي بيماري وڌندي وئي، 16 اپريل 1921ع تي اجمير ۾ هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو.

**جوڻيجو، حيدر خان**: رئيس حيدر خان جوڻيجو 1868ع ۾ پيدا ٿيو. سندس والد جو نالو جمعو خان هو. سندس وڏا اصل جهوڪ شريف جي پرسان هڪ ننڍي ڳوٺ ۾ رهندا هئا، جنهن کان پوءِ اتان خليفو جمعو جوڻيجو پنهنجي مرشد پير فتح شاهه جي ڪٽنب سان گڏ بدين تعلقي جي موجوده ڳوٺ پير فتح شاهه ۾ اچي سڪونت پذير ٿيو جتي اڄ تائين سندس خاندان رهي ٿو. هن جي پيءُ کيس پڙهايو. حيدر خان مختلف نوڪريون ڪيون، جن ۾ ماستري، پوليس ۾ صوبيدار ۽ هيڊ منشيءَ رهيو. سخت منتظم هو. نوڪريءَ مان رٽائر ٿيڻ کان پوءِ لوڪل بورڊ جي ذريعي عملي سياست ۾ حصو ورتائين ۽ انصاف پسنديءَ جي ڪري بدين تعلقي جي معززن ۾ ليکجڻ لڳو. پنهنجن اعتقادن ۽ عملي زندگيءَ جي تجربن بابت هڪ ڪتاب "دانشمندي" 1918ع ۾ لکيائين، جيڪو سندس پوٽي ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي 1958ع ۾ ايڊٽ ڪري شايع ڪرايو. کيس نياڻين کانسواءِ هڪ فرزند ڊاڪٽر سلطان احمد ڄائو، جنهن زميندار طب ۽ سياست ۾ نالو ڪيو. حيدر خان 27 سيپٽمبر 1934ع تي وفات ڪئي.



**جوڻيجو، سلطان احمد، ڊاڪٽر**: بدين جو مشهور سياستدان، سماجي ڪارڪن ۽ هوميوپيٿيءَ جو ڊاڪٽر. سلطان احمد 17 ڊسمبر 1900ع ۾ ڳوٺ پير فتح شاهه، تعلقي بدين ۾ ڄائو هو. سندس والد حيدر خان جوڻيجو هڪ سڪيو ستابو زميندار هو. تنهن هن کي سنڌي، پارسي، انگريزي ۽ اردوءَ جي تعليم ڏياري. جوڻيجي صاحب جا وڏا اصل ٺٽي ضلعي جي ميرپور بٺوري تعلقي ۾ رهندا هئا. ميرن جي حڪومت واري زماني ۾ سندس ڏاڏو رئيس جمعو خان پنهنجي اباڻي ڳوٺ مان لڏي بدين تعلقي جي ڳوٺ پير فتح شاهه جي ڳوٺ ۾ اچي رهيو. جتي پاڻ اڄا تائين پنهنجي ڪٽنب سميت آباد آهي. سلطان احمد خان جو پيءُ مرحوم حيدر خان انگريزن جي حڪومت ۾ روينيو مختيار هو. 23 سال نوڪري ڪرڻ کان پوءِ 1940ع ۾ نوڪري تان استعيفيٰ ڏيئي اچي پنهنجي زمين سنڀاليائين. هن جو بدين جي سياست ۾ سرگرم حصو رهيو آهي. 1929ع ۾ بدين تعلقي جي لوڪل بورڊ جو ميمبر منتخب ٿيو. سن 1933ع کان 1935ع تائين تعلقي لوڪل بورڊ جو صدر رهيو. تنهن کان پوءِ ضلعي لوڪل بورڊ جي چونڊ وڙهيو. 1937ع کان 1940ع تائين حيدرآباد ضلعي لوڪل بورڊ جو ميمبر رهيو. وري 1957ع کان 1958ع تائين ضلعي لوڪل بورڊ لاءِ چونڊيو ويو. ساڳئي وقت 1946ع کان 1960ع تائين بدين جي سينٽري ڪميٽيءَ جو چيئرمئن به رهيو. اهڙيءَ طرح ايوب خان جي صدارت جون واڳون سنڀالڻ کان پوءِ 1960ع کان 1963ع تائين بدين شهر جي ٽائون ڪميٽيءَ جو ميمبر به رهيو. ساڳيءَ ڪميٽيءَ جو 1963ع کان 1966ع تائين چيئرمئن ٿيو. جوڻيجي صاحب تعليمي ڪمن ۾ خاص دلچسپي ورتي، سندس ڪوشش سان بدين شهر ۾ سن 1933ع ۾ انگريزي تعليم جا ڪلاس شروع ٿيا. ڪجهه وقت کان پوءِ اهي ڪلاس سندس ڪوشش سان ڊسٽرڪٽ لوڪل بورڊ جي حوالي ٿيا، جن کي نيٺ هاءِ اسڪول ۾ تبديل ڪيو ويو. هن ڪوشش ڪري پنهنجي ذات مان سماجي برائين گهٽائڻ لاءِ ڪمر ڪشي ڪئي. کيس شاعري ڪرڻ جو به شوق هو هن سنڌي ۽ اردوءَ ۾ به شاعري ڪئي. جوڻيجي صاحب جي دوستن جو حلقو گهڻو وڏو آهي.



**جوڻيجو، سميع ساجد**: ليکڪ ۽ شاعر سميع ساجد جوڻيجي جو اصل نالو سميع احمد جوڻيجو آهي. هي پهرين اپريل 1963ع تي ڳوٺ نم شريف، تعلقي ڳڙهي ياسين ضلعي شڪارپور ۾ پيدا ٿيو. ايم. اي ۽ بي ايڊ ڪيل اٿس، هن وقت تعليم کاتي ۾ سپروائيزر آهي. هيءَ سنڌي ادبي سنگت شاخ رتيديري جو ڪارڪن ۽ ضلعي رابطه سيڪريٽري به رهيو آهي. هن جي شاعري ۽ ڪهاڻيون مختلف ادبي رسالن ۾ شايع ٿينديون رهن ٿيون. هيءَ ٻاراڻي ادب جو به ناليوارو شاعر آهي، سندس هڪ ڪتاب ’پيارا پيارا پوپٽ‘ (ٻارن لاءِ شاعري: 2004ع) ڇپيل آهي. ٻاراڻي ادب جي خدمتن عيوض ٻالڪ ادبي فورم طرفان کيس 2009ع ۾ مڃتا سرٽيفڪيٽ ڏنو ويو. سنڌي ادبي سنگت ٻاران سندس مٿين ڪتاب کي 2009ع ۾ اوارڊ ڏنو ويو. هن وقت رتيديري ۾ رهي ٿو.

**جوڻيجو، شاهنواز**: سنڌ جي خوددار سياستدان ۽ ڪلاسيڪل وڏيري طور مشهور شاهنواز خان ولد سنجر خان جوڻيجو، ضلعي سانگهڙ جي ڳوٺ سنجر جوڻيجي ۾ 1932ع ۾ پيدا ٿيو. شاهنواز جوڻيجي سياست جي شروعات 1962ع کان بي ڊي اليڪشن ۾ ڪاميابي حاصل ڪري ڪئي ۽ ڊسٽرڪٽ ڪائونسل سانگهڙ جو ميمبر ٿيو. شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جي دور ۾ پ پ ۾ شامل ٿيو هي 1975ع کان 1977ع تائين ڊي. پي. آر هيٺ جيل ۾ به رهيو. شهيد ڀٽي خلاف شاهدي نه ڏيڻ تي ضياءَ الحق جي دور ۾ مٽس پنجن حرن جي قتل جو ڪوڙو ڪيس داخل ٿيو، جنهن ڪيس ۾ چار سال قيد ڪاٽڻ کان پوءِ جهاز هائيجيڪنگ ڪيس ۾ به قيد ڪاٽيائين. ڄام صادق عليءَ سان اختلافن سبب ايم. ڪيو ايم جي 82 ڪارڪنن جي قتل ڪيس ۾ به کيس جيل موڪليو ويو. شاهنواز خان جوڻيجو 1988ع جي چونڊن ۾ محمد خان جوڻيجي کي هارائي ايم. اين. اي ٿيو.



1995ع ۾ پ پ جي ٽڪيٽ تي سينيٽر ٿيو. مڪاني ادارن جو مملڪتي وزير به رهيو.

ان کان سواءِ سنڌ ۾ پلن گهوڙن جي حوالي سان به مشهور آهي. هو هر ميلي ۾ پنهنجن پلن گهوڙن کي مقابلي ۾ لاهيندو هو ۽ اڪثر کٽيندو هو. شاهنواز خان جوڻيجو تاريخي ۽ مذهبي لحاظ کان وڏي ڄاڻ رکندو هو. سنڌ ۾ فيصلن جي حوالي سان سندس وڏي هاڪ هئي. نظرياتي حوالي سان حضرت علي عليہ السلام ۽ سائين جي. ايم. سيد کان گهڻو متاثر هو. سائين جي. ايم. سيد جي سالگرهہ تي خانداني واسطيداريءَ طور ضرور ويندو هو. جڏهن ته سندس واسطو پيپلز پارٽيءَ سان هو. بنيادي طرح هو سياست ۾ رواداريءَ جو قائل هو. سندس بنگلي ۾ هڪ عاليشان لائبريري پڻ قائم آهي، جنهن ۾ تاريخ ۽ مذهب جي حوالي سان پراڻا ڪتاب وڏي تعداد ۾ موجود آهن. شاهنواز جوڻيجي جا جيل دوران سردار خير بخش خان مري، شير باز مزاري، پروفيسر غفور احمد، فاضل راهو، قائم علي شاهہ، مخدوم خليق الزمان، پير مظهرالحق ۽ ٻيا ساٿي رهيا.

سنڌ جي هن سخي مرد 15 جولاءِ 2005ع تي ڦڦڙن جي بيماريءَ سبب وفات ڪئي.

**جوڻيجو، عبدالجبار، ڊاڪٽر**: سنڌ جي نالي واري اديب، عالم ۽ محقق ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي جو مڪمل نالو عبدالجبار ولد ڊاڪٽر سلطان احمد جوڻيجو آهي. هن 26 نومبر 1935ع تي ڳوٺ پير فتح شاهہ، تعلقي ۽ ضلعي بدين ۾ جنم ورتو. پرائمري تعليم بدين مان ڪرڻ بعد مئٽرڪ 1956ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪيائين. انٽرميڊيٽ 1958ع ۾، بي. اي آنرس 1960ع ۾، ايم. اي 1962ع ۾ سنڌي شعبي سنڌ يونيورسٽي مان فرسٽ ڪلاس فرسٽ پوزيشن ۾ ڪئي ۽ گولڊ ميڊل حاصل ڪيو. 1966ع ۾ هن چيني ٻوليءَ ۾ ڊپلوما چين جي شهر بيجنگ مان ۽ فارسي ٻوليءَ ۾ ڊپلوما خانہ فرهنگ ايران، حيدرآباد (ايران) مان 1973ع ۾ ڪئي. عبدالجبار جوڻيجي صاحب 1974ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان، ڊاڪٽر غلام علي الانا جي رهبريءَ هيٺ ’سنڌي شاعريءَ تي فارسي زبان جو اثر‘ عنوان هيٺ پي. ايچ. ڊي ڪئي.



1962ع ۾ ئي سنڌ يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي ۾ ليڪچرار مقرر ٿيو جتان ترقي ڪري سنڌي شعبي جو چيئرمين ۽ پوءِ 1993ع کان 1995ع تائين ڊين آف آرٽس فئڪلٽي ٿيو جتان 26 نومبر 1995ع تي رٽائر ڪيائين. رٽائر ٿيڻ کانپوءِ ڪيس لاڙ ميوزيم بدين جو اعزازي ڊائريڪٽر مقرر ڪيو ويو. هن ڊائريڪٽر جي حيثيت سان پنج سال ادبي ۽ ثقافتي خدمتون سرانجام ڏنيون. ميوزم جي ترقياتي ڪمن سان گڏ ثقافتي ڪم پڻ ڪيائين. سندس 200 کان مٿي تحقيقي مقالا ۽ 64 ڪتاب ڇپيل آهن. هيءَ هيڪ (HEC) ۾ 2007ع کان 2009ع تائين پروفيسر ٿي رهيو آهي. سندس نگرانيءَ هيٺ هڪ شاگرد پي. ايچ. ڊي ۽ پنج شاگرد ايم. فل جون ڊگريون حاصل ڪري چڪا آهن. هن وقت به سندس نگرانيءَ ۾ ڪيترا شاگرد ايم فل ڪري رهيا آهن. سندس ڇپيل ڪتاب هيٺيان آهن:

(1) ’سوڪڙي‘ (بيت ۽ افسانا 1956ع)، (2) ’اباڻو گهر‘ (افسانا: 1958ع)، (3) ’دانشمندي‘ (ترتيب: 1958ع)، (4) ’ڪنزاللطيف‘ (لطيفيات ٻہ ڇاپا: 1961ع ۽ 2009ع)، (5) ’غزلن جو غنچو‘ (پروفيسر علي نواز جتوئيءَ سان گڏ ترتيب: 1963ع، ڪُل ڇهہ ڇاپا)، (6) ’سُوري آ سينگار‘ (ناول: 1963ع)، (7) ’سنڌيون‘ (قديم مذهبي شاعري: 1970ع)، (8) ’پيغمبر اسلام‘ (ترجمو: 1971ع)، (9) ’سنڌي هيو ڪتاب‘ (درسي ڪتاب: 1973ع)، (10) ’مائوءَ جي ملڪ ۾‘ (سفرنامو: 1973ع، ٻہ ڇاپا)، (11) ’سنڌي ادب جي مختصر تاريخ‘ (1973ع، ڪل چار ڇاپا)، (13) ’اڪيلي‘ (ناول، ترجمو: 1974ع)، (14) ’لاڙ جي لغات‘ (1975ع)، (15) ’مرگهہ ترشنا‘ (ڪلام: 1976ع)، (16) ’لطيفيات‘ (ببليوگرافي، ٻہ ڇاپا: 1977ع ۽ 2000ع)، (17) ’لطيف ڪوئز‘ (1978ع)، (18) ’سنڌي شاعريءَ تي فارسي شاعريءَ جو اثر‘ (پي. ايچ. ڊي ٿيسز: 1980ع)، (19) ’سچل نامو‘ (ببليوگرافي: 1980ع)، (20) ’نہ ڪر هار سينگار سَکِي‘ (افسانا: 1981ع)، (21) ’ديپڪ ۽ ملهار‘ (آتم ڪهاڻي: 1984ع)، (22) ’چونڊ ڪلام‘ (ترتيب: 1984ع)، (23) ’محمد سومار شيخ‘ (شخصيت ۽ فن: 1988ع)، (24) ’مقالا‘ (ساٿي مرتب: 1988ع)، (25) ’نرتي تند نياز سين‘ (ساٿي مرتب: 1988ع)، (26) ’ڪلچرل هيريٽيج آف سنڌ‘ (ساٿي مرتب: 1988ع)، (27) ’بايو ڊيٽا آف رائٽرس‘ (1988ع)، (28) ’ونڊ سر محل جو مسافر‘ (سفرنامو: 1989ع)، (29) ’لاڙ جو مطالعو‘ (ترتيب: 1991ع)، (30) ’سنڌ ڪوئز‘ (1993ع)، (31) ’ٿر جي ٻولي‘ (ساٿي ليکڪ: 1994ع)، (32) ’مرڻنگ‘ (ڪلام: 1995ع)، (33) ’ڪشف الابيات‘ (لطيفيات: 1995ع)، (34) ’ڊاڪٽر بلوچ — هڪ مطالعو‘ (1998ع)، (35) ’شيخ اياز- هڪ مطالعو‘ (1999ع)، (36) ’سرائيڪي شاعري- هڪ مطالعو‘ (1999ع)، (37) ’تنوير عباسي- هڪ مطالعو‘ (2000ع)، (38) ’محمد سومار شيخ - هڪ مطالعو‘ (2001ع)، (39) ’لاڙ صدين کان‘ (ترتيب: 2001ع)، (40) ’سنڌي ادب جو مطالعو‘ (2001ع)، (41) ’ڊاڪٽر سنڌيلو- هڪ مطالعو‘ (2002ع)، (42) ’ڪنمال‘ (67 مقالا: 2002ع)، (43) ’بدين‘ (ترتيب: 2004ع)، (44) ’سنڌي ادب جي تاريخ‘ (جلد پهريون: 2004ع)، (45) ’مجاز‘ (آتم ڪهاڻي: 2005ع)، (46) ’سنڌي ادب جي تاريخ‘ (جلد ٻيو: 2005ع)، (47) ’سنڌي ادب جي تاريخ‘ (جلد ٽيون: 2006ع)، (48) ’سچل سرمست-هڪ مطالعو‘ (2006ع)، (49) ’سنڌي زبان جي ماهيت‘ (2008ع)، (50) ’جلترنگ‘ (2008ع).

سندس اردوءَ ۾ لکيل ڪتاب: (51) ’سنڌي لوڪ گيت‘ (1985ع)، (52) ’سليس سنڌي‘ (1989ع)، (53) ’سرائيڪي شاعري- ايڪ مطالعہ‘ (2001ع)، (54) ’ميرا عشق بهي تو‘ (2002ع)، (55) ’ڪافيان‘ (2003ع)، (56) ’وتايو فقير ڪي لطائف‘ (ترجمہ: 2004ع)، (57) ’شاهہ عبداللطيف‘

(2005ع)، (58) 'ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ' (2006ع)، (59) 'بابا بلهي شاهه' (2007ع)، (60) 'صوفيانه موسيقي' (2007ع)، (61) 'سچل سرمست- شخصيت اور فن' (2008ع)، (62) 'زنبيل' (2010ع).

سندس ہن سَوَن کان مٿي مقالا لکيل آهن. سندس ڇپائيءَ لاءِ تيار ڪتابن جو تفصيل هن ريت آهي: (1) 'قنديل'، (2) 'ڏيپلائي- هڪ مطالعو'، (3) 'رنگ رتول' (آتم ڪهاڻي)، (4) شاهه- معلم، مدبر ۽ مهربان'، (5) 'عثمان فقيرجو ڪلام'، (6) اُردو ۽ فارسي مقالا'، (7) 'عڪس' (ڪهاڻيون ۽ ليک)، (8) 'لٽرري پرسوٽيس' (انگريزي مقالا)، (9) 'ٽپال' (خط) وغيره.

هن چين، سري لنڪا، ڀارت، ترڪي، برطانيه ۽ بنگلاديش جو سفر ڪيو آهي. سندس وندر ۾ راڳ ٻڌڻ، پنهنجي دارالسلطانيه لائبرري بدين ۾ لکڻ پڙهڻ ۽ ڪي نادر شيون هٿ اچن ته انهن کي سنڀالي رکڻ شامل آهن. هن وقت شهريار منزل، بدين ۾ رهائش پذير آهي.

**جوڻيجو، عبدالخالق**: قومپرست، سياسي ۽ سماجي اڳواڻ عبدالخالق جوڻيجو 9 نومبر 1952ع تي ڳوٺ قاضي دڙي، تعلقي ڏوڪري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ڄائو. سندس والد محمد مبارڪ پرائمري استاد هو. ڳوٺ ۾ ئي پرائمري پڙهڻ بعد ڊي. سي. هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي ۾ ڇهين ڪان ائين تائين، هاءِ اسڪول ميهڙ ۾ ائون ۽ نائون درجو، جڏهن ته مئٽرڪ جو امتحان ڊي. سي. هاءِ اسڪول باڊهه مان ڏنائين. گورنمينٽ ڊگري ڪاليج لاڙڪاڻي مان انٽرميڊيئيٽ پاس ڪيائين. ڪاليج واري دور ۾ 1969ع ۾ هو پاڪستان پيپلزپارٽيءَ ۾ شامل



ٿيو ۽ 1971ع ۾ بنگال بابت ذوالفقار علي ڀُٽي سان اختلاف رکندي پ. پ کان علحدگي اختيار ڪيائين ۽ ڪجهه مهينن بعد جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن ۾ شامل ٿيو. 18 جون 1972ع تي جڏهن حيدر منزل ڪراچيءَ ۾ 'جيئي سنڌ محاذ' جڙيو ته عبدالخالق جوڻيجو ان اجلاس ۾ شامل هو ۽ ان وقت کان وٺي جيئي سنڌ محاذ سان لاڳاپيل رهيو. 1975ع ۾ هن سنڌ يونيورسٽي انجنيئرنگ ڪاليج مان بي.اِي سول جي ڊگري مڪمل ڪئي ۽ پوءِ ايم. اي (سياسيات) ۽ ايل. ايل. بي به ڪيائين. 18 ڊسمبر 1975ع تي ڪراچي ڊيولپمينٽ اٿارٽيءَ ۾ انجنيئر طور ملازمت اختيار ڪيائين. ان دوران سياست، تاريخ ۽ بين الاقوامي تعلقات جي موضوعن تي مطالعو ۽ ڪجهه سياسي سرگرميون به جاري رکيائين. ذاتي توڙي سياسي زندگيءَ ۾ سائين جي. ايم. سيد جو مٿس گهرو اثر رهيو آهي.

اپريل 1995ع ۾ سائين جي. ايم. سيد جي وفات بعد جڏهن جيئي سنڌ تحريڪ ۽ جيئي سنڌ محاذ جو انضمام ٿي 'جيئي سنڌ قومي محاذ' ٺهيو ته عبدالخالق جوڻيجي دوستن سميت 'جيئي سنڌ محاذ' کي قائم رکيو ۽ اڳتي هلي انجنيرنگ واري نوڪريءَ تان استعفا ڏيئي 'جيئي سنڌ محاذ' ۾ ڪل وقتي ڪارڪن طور سياسي طور سرگرم رهيو. بعد ۾ هُو جيئي سنڌ محاذ جو چيئرمئن منتخب ٿيو ۽ لڳاتار 15 سال ان ذميواريءَ تي رهيو. هن جيئي سنڌ محاذ ۾ جمهوري قدرن کي وڌائڻ، قومي جدوجهد ۾ علم ۽ شعور جي ڦهلاءَ ۾ جي. ايم. سيد جي فڪر کي عام ڪرڻ سان گڏ 1997ع کان وڪالت جي پيشي سان به لاڳاپيل رهيو.

عبدالخالق جوڻيجي مختلف موقعن تي سنڌي، انگريزي توڙي اردو اخبارن ۽ رسالن ۾ مضمون لکيا ۽ مختلف ٽي. وي چئنلن تي ٽاڪ شوز ۾ شرڪت ڪري قومي مسئلن تي پنهنجو موقف بيان پئي ڪيو آهي. هن مڪ توڙي پرڏيهه ۾ ڪيترن فورمن/ ڪانفرنسن ۾ شرڪت ڪري قومي مسئلن تي پنهنجو موقف بيان ڪيو آهي. 1999ع ۽ 2000ع ۾ لنڊن ۾ منعقد ٿيل ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيو. فيبروري 2000ع ۾ ڍاڪا (بنگلاديش) ۾ ٿيل انٽرنيشنل پيس ڪانفرنس ۽ مادري ٻوليءَ جي عالمي ڏينهن واري تقريب ۾ شريڪ ٿيو.

آڪٽوبر 2000ع ۾ ٻارن جي حقن بابت ٿيل ڪانفرنس جي سلسلي ۾ لنڊن، ساڳئي سال ايڊينبرا ۾ اسڪالٽسٽ نيشنلسٽ پارٽيءَ جي اڳواڻن سان ملاقاتون ڪيائين. آڪٽوبر 2000ع ۾ جرمنيءَ جي همبوٽ يونيورسٽيءَ ۾ هن 'پاڪستان ۾ وفاقيت' جي عنوان سان ليڪچر ڏنو. 2005ع ۾ دهليءَ ۾ 'پاڪ- انڊيا پيپلز فورم' جي جوائنٽ ڪنوينشن ۾ شرڪت ڪئي.

عبدالخالق جوڻيجو، هيومن رائيٽس ڪميشن آف پاڪستان، ايمنسٽي انٽرنيشنل، پاڪ انڊيا پيپلز فورم جي اسٽيئرنگ ڪميٽيءَ جو ميمبر ۽ پاڪستان پيس ڪوئليشن جي باني ميمبرن مان آهي. سندس ڇپيل ڪتاب هي آهن:

(1) 'قومي غلامي: قومي سوال يا بينڪي سوال' (1984ع)، (2) 'آزادي ۽ امن' (1992ع)، (3) 'جي. ايم. سيد: فڪر، جدوجهد ۽ ڪردار' (2000ع)، (4) The State of Pakistan: In Search of Identity (2008)، (5) 'سنڌ کي قومي تحريڪ اور پاڪستان مين قومي سوال' (اردو: 2007ع)، (6) ساڳئي ڪتاب جو سنڌي ترجمو 'سنڌ جي قومي تحريڪ ۽ پاڪستان ۾ قومي سوال' (2008ع) ۾ ڇپيو.

اڄڪلهه هو وڪالت جي پيشي سان وابسته آهي ۽ مستقل رهائش ڪراچي ۾ اٿس. کيس هڪ نياڻي منيره جوڻيجو ۽ ٽي فرزند فدا حسين، هوش محمد ۽ ڏاهر جوڻيجو جو اولاد آهي.

**جوڻيجو، عبدالرحيم**: عبدالرحيم جوڻيجو ولد عبدالله جوڻيجو 1888ع ڌاري تعلقي عمرڪوٽ جي ڳوٺ ٽالهي جوڻيجي ۾ ڄائو. هن مدرسي جي تعليم پنهنجي ڳوٺ ٽالهي جوڻيجي ۽ ولهيٽ جي مدرسي مان حاصل ڪئي. هيءُ ڳوٺ جو خطيب هو ۽ قرآن شريف پڙهائيندو هو. درگاهه پير ڳوٺ جي مسجد ۾ پيش امام پڻ رهيو. هيءُ سورهيه بادشاهه جو خاص مريد، ملڪيت ۽ زمينن جي معاملي ۾ عام مختيار هو. هيءُ حُر تحريڪ جو اهم ڪردار رهيو. جوڌپور ميل کي تباهه ڪرڻ ۾ سندس نالو به شامل هو. ڪارتوس ٺاهڻ، هٿيار پرڻ، هٿيار هلائڻ ۽ هٿيارن جي مرمت ڪرڻ ۾ کيس مهارت حاصل هئي. 1942ع جي حُرن خلاف لڳل پهرين مارشل لا ۾

گرفتار بہ ٿيو. ڪيس سينٽرل جيل حيدرآباد ۾ رکيو ويو جتان پوءِ ڪيس ويساپور اماڻيو ويو. تنهن کانپوءِ ڪيس ميرپورخاص جي لوڙهي اندر قيد ۾ ۾ رکيو ويو. 1952ع ۾ جڏهن حرن تان سزا جا لوڙها هٽيا، تڏهن هن کي بہ آزادي ملي. 1960ع ۾ وفات ڪيائين.

**جوڻيجو، عبدالغفور ’عابد‘**: شاعر، اديب عبدالغفور ’عابد‘ جوڻيجو ولد مولوي عبدالله جوڻيجو، 25 نومبر 1942ع تي ڳوٺ مير حسن نظاماڻي تعلقي بدين ۾ پيدا ٿيو تعليم ايم. اي اٿس. سندس ڪتابن ۾: (1) درد جو درياھ (شاعري)، (2) سرن سريڪا سپنا (3) اسان جا شعر ئي سادا (شاعري)، (4) تو در آيس (شاعري) شامل آهن. جنهن جو تعارف ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ جو لکيل آهي. هن حيدرآباد ۾ پريس بہ قائم ڪئي.

**جوڻيجو، عبدالقادر**: سنڌي ٻوليءَ جي نامياري ڪهاڻيڪار، ڊراما نويس ۽ ترجمي نگار عبدالقادر جوڻيجي جو پورو نالو عبدالقادر ولد مريد حسين جوڻيجو آهي. هن 1 نومبر 1945ع تي ترجي مهراڻي واري علائقي جي ڳوٺ جنهاڻ، تعلقي مٺي، ضلعي ٿرپارڪر ۾ جنم ورتو هيءُ ڳوٺ هاڪڙي جي ڪنڌيءَ تي اڏيل آهي. هن پرائمري تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾، سيڪنڊري تعليم اڳوٽي نوابشاھ ضلعي جي مختلف شهرن ۾ ۽ مئٽرڪ هاءِ اسڪول ڊيپلي مان پاس ڪئي. سندس پيءُ مريد حسين پوليس آفيسر هو. جنهن جي بدلي مختلف شهرن ۾ ٿيندي رهندي هئي، جنهنڪري عبدالقادر کي ثانوي تعليم مختلف هنڌن تان پرائڻي پئي. بي. اي (1968ع)، بي. ايڊ (ايجوڪيشن: 1969ع) ۽ ايم. اي (سوشيالاجي: 1977ع) جون ڊگريون سنڌ يونيورسٽيءَ مان حاصل ڪيائين.



1962ع ۾ ڪيس پوليس کاتي ۾ اي. ايس. آءِ طور چونڊيو ويو پر والد جي زور پرڻ تي پرائمري ماستر ٿيو سُتت ئي پوءِ هو سيڪنڊري ماستر بڻيو ۽ 1976ع تائين تعليم ۽ تدريس سان واڳيل رهيو ان عرصي ۾ هن سماجي مشاهدي ۽ مطالعي هيٺ ڪهاڻيون لکڻ شروع ڪيون ۽ سندس خط و ڪتابت سنڌ جي نامياري دانشور محمد ابراهيم جويي، نواب حيدر علي ۽ شوڪت شوري سان ٿيندي رهي، جن ڪيس ادب جي ڪيتر ۾ همٿايو ۽ ڪيس شيخ اياز سان متعارف ڪرايو جيڪو اُن وقت سنڌ يونيورسٽي جام شوري جو وائيس چانسلر هو شيخ اياز عبدالقادر جوڻيجي جي صلاحيتن ۽ علمي حيثيت جو قدر ڪندي ڪيس انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ۾ 7 جون 1976ع ۾ پبليڪيشن آفيسر مقرر ڪيو جتي مختلف عهدن تي ترقي ماڻي ايڊيشنل ڊائريڪٽر بڻيو ۽ 1988ع کان 1993ع تائين ڊائريڪٽر رهيو ان کان پوءِ سيپٽمبر 2005ع کان مئي 2008ع تائين سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جو چيئرمئن رهيو.

عبدالقادر جوڻيجو بنيادي طرح ڪهاڻيڪار آهي ۽ سنڌيءَ جي صف اول جي ڪهاڻيڪارن ۾ ڳڻيو وڃي ٿو سندس پهرين ڪهاڻي ”مُٺ مٺ سور“ 1963ع ۾ مشهور ادبي رسالي روح رهاڻ ۾ ڇپي. هن وقت تائين سندس ڪل ٻارهن (12) ڪتاب ڇپجي چڪا آهن.

عبدالقادر جوڻيجي ڪهاڻيءَ سان گڏ ڊرامن جي ڪيتر ۾ بہ وڏو نالو ۽ مقام حاصل ڪيو آهي، هو هند ۽ سنڌ ۾ نہ رڳو سنڌيءَ جو وڏو ڊراما نگار آهي، پر پاڪستان، ڀارت، نيپال، ايران ۽ جرمنيءَ ۾ اردو ڊراما نگاريءَ جي حوالي سان عالمي مڃتا حاصل ڪري چڪو آهي. سندس پهريون ريڊيو ناٽڪ 1970ع ڌاري ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تان نشر ٿيو هن وقت تائين سندس ٽيهن کان وڌيڪ ريڊيو ناٽڪ نشر ٿي چڪا آهن. 1976ع ۾ سندس پهريون ٽي. وي ناٽڪ ’تلاش‘ پي. ٽي. وي ڪراچيءَ تان ٽيليڪاسٽ ٿيو هن وقت تائين سندس 16 کان وڌيڪ سنڌي ۽ 6 اردو سولو پلي ۽ سيريل ٽيليڪاسٽ ٿي چڪا آهن. اردوءَ ۾ سندس 13 ڊراما سيريلز ٽيليڪاسٽ ٿي چڪيون آهن. جن ۾ عالمي معيار جا ڊراما: ’ديوارين‘، ’ڪاروان‘ ’چوٽي سي دنيا‘، ’سيڙهيان‘، ’دُک سُک‘، ’پرانده‘ ۽ ’دُول‘ اچي وڃن ٿا. سندس ٽي. وي سيريل ’چوٽي سي دنيا‘ تي مشهور جرمن انٿراپالاجسٽ ڊاڪٽر هيلن باسو (Dr. Hellene Basu) فري يونيورسٽي برلن ۾ ٿيسز لکي چڪي آهي، جنهن جو اختصار انگريزيءَ ۾ بہ ترجمو ٿي چڪو آهي.

سندس پهرين سنڌي سيريل ”راڻيءَ جي ڪهاڻي“ وڏي مقبوليت ماڻڻ کان پوءِ اردوءَ ۾ ’ديوارين‘ جي نالي سان ٽيليڪاسٽ ٿي ۽ بعد ۾ ساڳي سيريل بي. بي. سي (B.B.C) چئنل-4 تان انگريزي ترجمي سان ٽيليڪاسٽ ٿي. اهڙيءَ ريت هي ڏکڻ ايشيا جي پهرئين سيريل هئي، جيڪا B.B.C تان ٽيليڪاسٽ ٿي هئي. عبدالقادر جي ڊراما سيريل ’سيڙهيان‘ ٽيرهن ملڪن، آمريڪا ۽ ڪئناڊا سميت ٻين ملڪن ۾ مڃتا ماڻي. اهڙي طرح سندس ٽي. وي ڊرامو ’پرانده‘ پڻ ڪئناڊا ۽ يونائيٽيڊ عرب امارات (UAE) ۾ بہ ٽيليڪاسٽ ٿي چڪو آهي، جڏهن تہ سندس ٻيون ڪيتريون سنڌي ۽ اردو سيريلون ٽي. وي ڏسندڙن ۾ ججهي مقبوليت ماڻي چڪيون آهن. ڪيس ڊراما ڪيتر ۾ اعليٰ ڪارڪردگيءَ تي 1989ع ۾ پهريون صدارتي اوارڊ، جڏهن تہ 2008ع ۾ ٻيو صدارتي اوارڊ مليو. قسطوار ڊرامي ’ديوارين‘ تي 1983ع ۾ ۽ 1985ع ۾ قسطوار ڊرامي ’ڪاروان‘ تي بهترين ليکڪ جو ساليانو پي. ٽي. وي اُوارڊ، 1989ع ۾ پي. ٽي. وي سلور جوبلي اوارڊ، 1988ع کان 1998ع واري ڏهاڪي جو اوارڊ ۽ ريڊيو پاڪستان جو 1999ع جو گولڊن جوبلي اوارڊ (قومي) ملي چڪا آهن.

عبدالقادر جوڻيجي جا عوامي ۽ سماجي زندگيءَ، سنڌي ٻوليءَ جي ناميارن ليکڪن تي خاڪن، ترجمي، ادب، تعليم، ميڊيا، ثقافتي انٿراپالاجيءَ ۽ ادبي خطن جهڙن موضوعن تي ڪيترائي ڪتاب ڇپجي چڪا آهن. ان کان سواءِ هن سنڌ جي سماجي، سياسي ۽ ثقافتي مسئلن سنڌي ادب، انٿراپالاجي، ڪرمنالاجي، سماجي نفسيات، ميڊيا، تعليم، ماحول، عالمي ادب تي 200 کن مقالا لکيا آهن، جيڪي مختلف اخبارن، رسالن ۽ ادبي مخزنن ۾ ڇپجي مقبوليت ماڻي چڪا آهن.

سندس ڇپيل ڪتابن ۾ هيٺيان ڪتاب شامل آهن:

(1)واٽون راتيون رول (ڪهاڻيون: 1973ع)، (2) شڪليون (سنڌ جي شخصيتن تي خاڪا: 1979ع)، (3) ويندڙ وهي، لهندڙ سج (ڪهاڻيون: 1984ع)، (4) وڏا اديب، وڏيون ڳالهيون (ترجمو: 1986ع)، (5) ايوريسٽ تي چڙهائي (ترجمو: 1987ع)، (6) ڪرسي (ادب، تعليم، ميڊيا ۽ ثقافتي ائنٿراپالاجيءَ بابت مضمون: 1998ع)، (7) چو چا ۽ ڪيئن (ترجمو: 1999ع)، (8) خط ٻن اديبن جا (م. ا. جويو ۽ عبدالقادر جوڻيجي جا خط: 1999ع)، (9) در در جا مسافر (ڪلچرل ائنٿراپالاجي: 2001ع)، (10) وڻ وڻ جي ڪائي (ترجمو: 2002ع)، (11) چا لکان؟ (تاريخي، سماجي، سياسي ۽ ادبي مضمون: 2007ع)، (12) ائين پلا ڪيئن هوندو؟ (2010ع).

عبدالقادر جوڻيجو ادب، ثقافت، تعليم، آرڪيالوجي، اوشنيولوجي ۽ صحافت وغيره سان لاڳاپيل 18 ڪان وڌيڪ ادارن جي مختلف ڪميٽين جو ميمبر رهيو آهي، جن ۾ سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، نئشنل فوڪ هيريٽيج آف پاڪستان، پاڪستان سوسائٽي آف آرڪيالاجي اينڊ ميوزمس، نيشنل انسٽيٽيوٽ آف اوشنوگرافي، مهراڻ آرٽس ڪائونسل ۽ سنڌي ادبي بورڊ اچي وڃن ٿا.

عبدالقادر جوڻيجي ٽي. وي ڊراما نگار جي حيثيت ۾ به پيرا چين جو مطالعاتي ۽ ثقافتي دورو ڪيو. پهريون پيرو 3 جون 1986ع ڪان 16 جون 1986ع تائين ۽ ٻيو پيرو (فوڪ رائيٽر جي حيثيت ۾) جنوري 1993ع ڪان نومبر 1993ع تائين (ڊراما رائيٽر جي حيثيت ۾).

هن وقت رٽائر زندگي گذاري رهيو آهي، روزاني ڪاوش ۽ ادبي مخزنن لاءِ ڪالم لکندو رهي ٿو ۽ پنهنجي ادبي پورهئي ڪي سهيڙي ڇپائي رهيو آهي.

**جوڻيجو، غياث الدين:** غياث الدين جوڻيجو 6 جون 1940ع تي ڳوٺ پاٽ، ضلعي دادوءَ ۾ ڄائو. تعليم بي. اي. (آنرز) ۽ ايم. اي اٽس. هيءُ صوبائي سول سروس ۾ ملازمت تان سيڪريٽري صحت طور رٽائر ٿيو آهي. بهترين ڪهاڻيڪار طور سندس ڪيتريون ڪهاڻيون مختلف رسالن ۾ ڇپيون آهن. سندس هڪ ڪتاب "علم معاشيات" 1962ع ۾ ڇپيو هو.



**جوڻيجو، لياقت:** اديب، شاعر ۽ صحافي لياقت علي ولد نور محمد جوڻيجو 2 آگسٽ 1962ع تي ڳوٺ ٽالهي، تعلقي عمرڪوٽ ۾ ڄائو ابتدائي طور قرآن شريف جي تعليم ورتائين. مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول مان ڪري اديب، عالم، فاضل جي سند حاصل ڪيائين. هيءُ پيشي جي لحاظ کان زميندار آهي. 10 سالن تائين هڪ رسالي 'وينجهار' جو ايڊيٽر پڻ رهي چڪو آهي. هيءُ شاعر آهي. هن ڪتاب 'تنهن سورهيه کي شاباس' (1981ع) ۽ 'حر تحريڪ' (2006ع) ڇپيل اٿس. هيءُ هن وقت سورهيه بادشاهه ادبي فورم جو جنرل سيڪريٽري آهي.



**جوڻيجو، مائي ڪالر:** مائي ڪالر 1865ع ڌاري ڳوٺ شير محمد جوڻيجي ۾ ڄائي، پنهنجي زمين تي ڳوٺ ٻڌرايائين. جنهن جي ڪري هاڻي اهو ڳوٺ مائي ڪالر جي نالي سان مشهور آهي، جيڪو موجوده تعلقي دولتپور ضلعي نوابشاهه (هاڻي بينظير آباد) ۾ واقع آهي. مائي ڪالر جي ست، اٺ سؤ ڪن ايڪڙ زمين هئي ۽ سندس نالي سان ڪڙيو سڏجي ٿو هيءَ پٽڪو ٻڌندي هئي ۽ وڏو ٽوپ به پائيندي هئي. گربيءَ جي سٿڻ، پهراڻ ۽ پرت پريل چولو پائيندي هئي. گهوڙي تي چڙهي گهمندي هئي. گول چهرو، وار وڏا ويڙهيل ۽ انتهائي خوبصورت هئي. فيصلا به ڪندي هئي ۽ ڏوهاري ماڻهن کي سزائون به ڏيندي هئي. سندس انصاف سان ڪيل فيصلن کي ڏسي حڪومت جا آفيسر به سندس فيصلن جي حمايت ڪندا هئا. هڪ دفعي نهچل داس نالي مختيارڪار مائي ڪالر سان چرچو ڪري ڪيس غلط لفظ ڳالهايو، جنهن جي جواب ۾ مائي ڪالر ان مختيارڪار کي سرِعام پادر هنيا. مائي ڪالر کي هڪ پٽ هو جنهن جو نالو محمد لائق هو، جڏهن اهو نوجوانيءَ ۾ فوت ٿي ويو ته هن آفيسن ۾ وڃڻ ڇڏي ڏنو بلڪ سپ سماجي ڪم ڪار ڇڏي صوفياڻي رنگ ڏانهن لاڙو ڪيائين. مائي ڪالر جوڻيجو 1930ع ڌاري وفات ڪئي.

**جوڻيجو، محمد خان:** مشهور سياستدان ۽ ملڪ جو اڳوڻو وزيراعظم محمد خان جوڻيجو 18 آگسٽ 1932ع تي ضلعي سانگهڙ جي سنڌڙي ڳوٺ ۾ پيدا ٿيو. شروعاتي تعليم سينٽ پيٽرڪ اسڪول ڪراچيءَ مان حاصل ڪرڻ کان پوءِ انگلنڊ ويو. سينيئر ڪيمبرج جو امتحان لنڊن مان پاس ڪيائين ۽ انگلنڊ جي 'انسٽيٽيوٽ آف ايگريڪلچر' مان زراعت ۾ ڊپلوما ڪيائين. وطن واپس اچي سياسي زندگيءَ جو آغاز 1954ع ۾ ڊسٽرڪٽ بورڊ سانگهڙ جي چيئرمئن جي حيثيت ۾ چونڊجڻ بعد ڪيائين. 1962ع ۾ مغربي پاڪستان (ون يونٽ) اسيمبليءَ جو ميمبر ٿيو ۽ ڪيس بنيادي جمهوريت، افرادي قوت، محنت ۽ مواصلات جو وزير مقرر ڪيو ويو. مارچ 1969ع ۾ جڏهن جنرل يحيٰ خان ٻي مارشل لاءِ لڳائي، تڏهن وزارت تان استعيفيٰ ڏنائين. ذوالفقار ڀٽي جي دور ۾ (1971ع کان 1977ع تائين) سياست کان پري رهيو. 1978ع ۾ جنرل ضياءَ جي دور ۾ ٻيهر سياست ۾ آيو. پي. اين. اي جي ٻين رهنمائن سان گڏ هن کي به وفاقي ڪابينا ۾ شامل ڪيو ويو، پر اهي سپ 21 اپريل 1979ع تي وزارت کان الڳ ٿي ويا. 1985ع جي غير جماعتي چونڊن ۾ جوڻيجو صاحب بنا مقابلي قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. 20 مارچ تي قومي اسيمبليءَ جو افتتاحي اجلاس ٿيو، فخر امام کي اسپيڪر چونڊيو ويو ۽ 1973ع جي آئين ۾ هڪ ترميم ذريعي تڏهوڪي آمر جنرل ضيا الحق، محمد خان جوڻيجي کي وزيراعظم نامزد ڪيو. ڪيس 60 ڏينهن جي اندر قومي اسيمبليءَ مان اعتماد جو ووٽ وٺڻو هو، جيڪو هن آسانيءَ سان حاصل ڪري ورتو هن 23 مارچ تي قومي اسيمبليءَ ۾ پهرئين ئي خطاب ۾ صاف صاف چئي



ڇڏيو ته جمهوريت ۽ مارشل لا گڏ نه ٿيون هلي سگهن. اتان کان ئي ضياءِ الحق ۽ سندس وچ ۾ اختلاف پيدا ٿيا. بعد ۾ اهي اختلاف تمام گهڻو وڌي ويا. ائين ترميم منظور ڪرائڻ لاءِ وزيراعظم تي خاص دٻاءُ وڌو ويو. موٽ ۾ محمد خان جوڻيجي جي ڪوشش سان 30 ڊسمبر 1985ع تي جنرل ضياءَ پاڪستاني تاريخ جي ڊگهي مارشل لا ۽ هنگامي حالتون ختم ڪرڻ جو اعلان ڪيو. افغانستان جي مسئلي بابت به ٻنهي ۾ اختلاف پيدا ٿي پيا. جوڻيجو روسي فوجن جي مرحليوار واپسي جو قائل هو جڏهن ته ضياءَ الحق فوراً واپسيءَ جو حامي هو. پهرين اپريل 1988ع تي ان مسئلي تي منعقد ٿيڻ واري جنيوا ڪانفرنس کان پهرين هن "آل پارٽيز ڪانفرنس" گهرائي، جنهن ۾ جنرل ضياءَ جي شديد مخالف محترمه بينظير ڀٽو به شرڪت ڪئي. ڪانفرنس ۾ جوڻيجي جي پاليسين جي حمايت ڪئي وئي. 10 اپريل 1988ع تي راولپنڊيءَ ۾ اوجهڙيءَ ڪيمپ وارو حادثو پيش آيو. (اوجهڙي ڪيمپ افغانستان مجاهدين جي هٿيارن جو وڏو ذخيرو هئي) ان سانحي سبب راولپنڊي ۽ اسلام آباد جا 100 ماڻهو فوت ۽ 100 کان وڌيڪ زخمي ٿيا ۽ ڪروڙين رپين جو نقصان ٿيو (وڌيڪ ڏسو: **اوجهڙي ڪيمپ سانحو**). محمد خان جوڻيجي ڪور ڪمانڊر ليفٽيننٽ جنرل عمران الله جي سربراهيءَ ۾ هڪ جاچ ڪميٽي مقرر ڪئي، جنهن جي ترتيب ڏنل رپورٽ جو جائزو وٺڻ لاءِ وفاقي ڪابينا جي پنج رڪني ڪميٽي قائم ڪئي وئي. ڪميٽيءَ جي رپورٽ ۾ حادثي ۾ چند وڏن فوجي آفيسرن کي ذميوار قرار ڏنو ويو. ان تي صدر ۽ وزيراعظم وچ ۾ اختلاف اجا به وڌيڪ تيز ٿي ويا. جڏهن وزيراعظم جوڻيجو، چين، ڏکڻ ڪوريا، فلپائين ۽ هانگ ڪانگ جو دورو ڪري اسلام آباد پهتو ته انهيءَ ڏينهن (29 مئي 1988ع) تي ائين ترميم هيٺ سندس ڪابينا ۽ اسيمبليءَ کي ختم ڪيو ويو. ان بعد کيس مسلم ليگ جي صدارت تان به هٽائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي، پر هن عهدي کي ڇڏڻ کان صاف انڪار ڪيو. ان تي مسلم ليگ ٻن حصن ۾ ورهائجي وئي، مسلم ليگ نواز گروپ ۽ مسلم ليگ جوڻيجو گروپ. ان جو نتيجو اهو نڪتو ته 1988ع وارين چونڊن ۾ مسلم ليگ کي بريءَ طرح شڪست ملي، ايستائين جو خود جوڻيجو صاحب به هارائي ويو. البت آڪٽوبر 1990ع جي عام چونڊن ۾ هيءُ ٻيهر قومي اسيمبليءَ جو ميمبر ٿيو. محمد خان جوڻيجو مخلص ۽ قابل سياستدان هو. کيس ڪينسر جو عارضو ٿيو ۽ 18 مارچ 1993ع تي وفات ڪري ويو.

**جوڻيجو، منصور قادر**: ليکڪ، پبلشر سياسي ۽ سماجي ڪارڪن



منصور قادر جوڻيجي جو مڪمل نالو عبدالقادر ولد محمد يوسف جوڻيجو آهي. هن 15 مئي 1958ع ۾ ڳوٺ گهاڙي تعلقي ميهڙ، ضلعي دادوءَ ۾ جنم ورتو. پرائمري تعليم ڳوٺ جي مُلان اسڪول مان پرايائين. مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ٺٽڏي جام مان ڪيائين. هن ايم. ايس. سي (فزيالاجي) سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري مان 84-1983ع ۾ ڪئي. سنڌ نيوز ۽ مهراڻ اخبارن ۾ اسسٽنٽ ايڊيٽر رهيو. مختلف اخبارن ۾ مضمون ۽ ڪالم لکندو رهيو. هن خانگي طرح 80 واري ڏهاڪي ۾ پبلشنگ جو ڪم شروع ڪيو ۽ سندس پهريون ڪتاب 'فلسطين جي قومي جنگ' هو. منصور قادر جوڻيجو 1990ع ۾ سنڌ جي نگران حڪومت ۾ وزير تعليم جو او. ايس. ڊي رهيو ۽ بيورو 2003ع کان 2006ع تائين وزارت تعليم ۾ پرسنل اسٽاف آفيسر رهيو. ان کانسواءِ اجرڪ پبليڪشن، مارئي فائونڊيشن، مٽرلئنڊ پبليشرز ۽ آڪاش پرنٽرس ۽ پبلشرز نالي ادارن جو باني ڪار رهيو. هن ڪيترا ڪتاب لکيا ۽ ترجمو ڪيا آهن، جن جو تعداد 30 ٿيندو، جن مان اهم ڪتاب هيٺيان آهن:

(1) 'بنگال جو لطيف' (رابندر ناٿ ٽئگور 1983ع)، (2) 'بغاوت ۽ آزادي' (خليل جبران ترجمو: 1991ع)، (3) 'فلسطين جي قومي جنگ' (1982ع)، (4) 'جرنيل هوش محمد شيدي' (1993ع)، (5) 'شيخ اياز: تاريخ جي ڪٺهڙي ۾' (2000ع)، (6) 'سنڌ ورهاڱو ۽ سازشون' (2002ع)، (7) 'سنڌ جا شهيد' (1985ع)، (8) 'سنڌي ٻوليءَ جا شهيد' (1985ع)، (9) 'دنيا جا عظيم فلسفي' (2004ع)، (10) 'حر تحريڪ' (2004ع)، (11) 'جناح پور تقسيم سنڌي کي سازش' (1994ع).

ان کان سواءِ هن محترمه حميده کهڙو جا هيٺيان ڪتاب ڇپايا ۽ ترتيب ڏنا: (1) تاريخ جو پلانڊ، (2) محمد ايوب کهڙو: جرئتمندانه سياسي زندگي (2000ع)، (3) سنڌ ماضي حال مستقبل (2006ع)، (3) ٽوڙهي ڦاٽڪ سانحو: عدالتي بيان (1990ع).

**جوڻيجو، ميان فقير محمد خان**: ميان فقير محمد خان جوڻيجو 1176ھ/1762ع ۾ ڄائو. ميرزا عباس علي بيگ ڪتاب 'تاريخ ٽالپر پهرين چوياري' ۾ سندس باري ۾ لکيو آهي ته: "ميان فقير محمد خان جوڻيجو، مير فتح علي خان ٽالپر جي خاص اميرن مان هو ۽ مير فتح علي خان مٿس گهڻو مهربان هوندو هو مير فتح علي خان. ميان فقير محمد کي پنهنجي شروعاتي دؤر ۾ حڪم ڏنو ته حضرت امام حسين عليہ السلام جي عزاداريءَ لاءِ هڪ شايان شان تعزيو تعمير ڪرائي. ميان فقير محمد جلد تعزيو تعمير ڪرائي، پنهنجي نالي سان آباد ڪرايل 'فقير جي پڙ' ۾ رکيو. ميان فقير محمد، نواب محمد خان ٽوڙهي جي آباد ڪيل چاڙهيءَ مٿان هڪ امام بارگاهه ٺهرائي. اها چاڙهي 'ٽوڙهي چاڙهي' جي نالي سان مشهور آهي. ٽالپرن جي دؤر ۾ ٽوڙهي چاڙهي ۽ فقير جو پڙ آباد ٿيا. موجوده وقت اهو سڄو علائقو 'فقير جو پڙ' جي نالي سان مشهور آهي. ميان فقير محمد جوڻيجو گهڻو ڪري 'ميان فقيري' جي نالي سان به سڏيو ويندو هو. ميان فقيري، مائي خيريءَ جي مسجد پرسان هڪ امام بارگاهه تعمير ڪرائي هئي، جنهن کي به پنهنجي نالي 'فقير جي پڙ' سان منسوب ڪيائين. ان پڙ ۾ هر سال سمورا مير صاحب عاشوري جي ڏينهن حيدرآباد جي قلعي مان پيدل نڪري اچي ماتمداري ڪرائيندا هئا. ان عزاداريءَ ۾ سيد ثابت علي شاهه، ميرزا مراد علي بيگ سائل ۽ ٻيا ڪيترائي مرثيه گو شاعر اچي گڏ ٿيندا هئا. اها مجلس سڄ لٿي تائين هلندي هئي. مير فتح علي خان ٽالپر ڪڏهن ڪڏهن پکين جي شڪار لاءِ درياهه جي رستي ٻيڙيءَ ۾ چڙهي

نڪرندو هو. تڏهن اڳيان اڳيان ميان فقيري خان جي ٻيڙي هوندي هئي. هن مير ڪرم علي خان ٽالپر جي عهد (1230ھ/1815ع) ۾ وفات ڪئي. هن کان پوءِ سندس وڏو پٽ ميان علي بخش خان جوڻيجو حيدرآباد جو ڪوتوال مقرر ٿيو. ميان فقير محمد خان جوڻيجي جي قبر مڪي شاهه واري ڪچي قلعي تي چڙهڻ واري ڏاڪڻ جي سڄي پاسي سائي رنگ جي ڪاشي جي سرن سان ٺهيل آهي.

ميان فقير محمد خان ٽالپر حاڪمن جو وفادار ۽ جانثار ملازم ۽ سندن خاص صلاحڪارن مان پڻ هو. هن ٽالپر حاڪمن جا محلات، عمارتون، مسجدون ۽ امام بارگاهون تعمير ڪرايون. سندس نالي پٺيان اڄ به فقير جو پڙ مشهور آهي، جتي اڄڪلهه ڪپڙي ۽ هٽي سامان جا دڪان آهن.

**جوڻيون جيءَ جهانَ جُون** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي مشهور شاعر سرڪش سنڌيءَ جي آتم ڪٿا آهي، جنهن ۾ سندس غريبيءَ جي دور جي وارتائن جو ذڪر به ڪيل آهي. سندس آتم ڪٿا، جيئڻ نالي مان ظاهر آهي، ڪافي تڪراري رهي آهي. آتم ڪٿا جو پهريون جلد 272 صفحن تي مشتمل آهي. ڪچي جلد جي قيمت 200 رپيا ۽ پڪي جلد جي قيمت 250 رپيا آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو جولاءِ 2007ع ۾ زخمي پبلڪيشن دڪڻ ڇپائي پڌرو ڪيو. آتم ڪٿا جو ٻيو جلد به ساڳي نالي سان 2009ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو آهي، جنهن ۾ مصنف پاران درج ڪجهه ڳالهين سبب مٿس سخت تنقيد ٿي. سماجي ڪارڪنن ۽ ليکڪن جامي چانڊيي ۽ امر سنڌوءَ مٿس ڪيس به داخل ڪيو. هن ڪتاب



سرڪش سنڌيءَ جي مزاحمتي ۽ قومي شاعر واري حيثيت کي ڪافي ڏک رسايو. 215 صفحن واري هن ڪتاب جي قيمت 225 روپيا آهي.

**جوهر بروهي**: (ڏسو: بروهي، جوهر- جلد ٻيو، ضميمو-1).

**جوهر لوبان**: هڪ قسم جو پسارڪو وکر آهي. ميرانجهڙي رنگ جو ٿيندو آهي. هن جا ٻه قسم آهن، هڪڙو ميرانجهڙو، ٻيو اڇو. ميرانجهڙن ٽڪرن ۾ اڇا ذرا ذرا، جن کي لوبان ڪوڙيون به چوندا آهن. دوائن ۾ هن جو سَت استعمال ٿيندو آهي، جنهن جي ترڪيب هن طرح آهي ته: ”لوبان کي ٺڪر جي ٿانو ۾ وجهي مٿان ٻيو ٺڪر جو ٿانو اونڌو رکي هيٺان ميٺ بتي ٻاربي ته سَت وڃي مٿئين ٿانءَ ۾ لڳندو. جيڪو اڇي رنگ جو چلڪيدار ٿيندو.“ حڪيمن موجب هي فالج، لقوي، دل جي علاج ۽ دماغ جي طاقت لاءِ فائديمند آهي.

**جوهر، شوڪت علي، مولانا**: ننڍي کنڊ جي تحريڪ آزادي جو اهم سياسي اڳواڻ، مولانا محمد علي جوهر جو وڏو ڀاءُ، مولانا شوڪت علي ڀارتي رياست اترپرديش جي شهر رام پور ۾ 1873ع ۾ پيدا ٿيو. هن 1895ع ۾ ايم. اي. او ڪاليج علي ڳڙهه مان گريجوئيشن ڪئي. 17 سالن تائين سرڪاري نوڪري ڪيائين. 1913ع ۾ نوڪري ڇڏي ’انجمن خدام ڪعبه‘ جو بنياد رکيائين. پهرين جنگ عظيم ۾ پنهنجي ننڍي ڀاءُ مولانا محمد علي جوهر سان گڏ ڇنداوڙي ۾ بعد ۾ بتيول ۾ نظربند رهيو. 1919ع ۾ جڏهن



آزاد ٿيو مولانا محمد علي سان گڏ ’خلافت تحريڪ‘ جو بنياد وڌائين. مهاتما گانڌيءَ جي پاليسين جي ڪري علي ڀائرن، ڪانگريس جي حمايت تان هٿ ڪنيو ۽ مسلم ليگ جي پاليسيءَ جي حمايت ڪرڻ لڳا. 1928ع ۾ نهرو رپورٽ شايع ٿي ته ٻنهي ڀائرن ظاهر ظهور ان جي مخالفت ڪئي. ننڍي ڀاءُ مولانا محمد علي جوهر جي وفات کان پوءِ هي سياست ۾ گهڻو وقت سرگرم نه رهي سگهيو. 1937ع ۾ مرڪزي اسيمبليءَ جو ميمبر پڻ چونڊيو. مولانا شوڪت علي جوهر 1938ع ۾ وفات ڪئي.

**جوهر، محمد علي، مولانا**: مولانا محمد علي ’جوهر‘ 1878ع ۾ هندستان جي مشهور پرڳڻي يو. پي جي هڪ پراڻي شهر رامپور ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم گهر ۾ حاصل ڪيائين. تنهن کان پوءِ بريليءَ جي گورنمينٽ



هاءِ اسڪول مان مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيائين ۽ اعليٰ تعليم لاءِ ايم. او. ڪاليج علي ڳڙهه ۾ داخل ٿيو. ويهن ورهين جي ڄمار ۾ بي. اي جو امتحان پاس ڪيائين. اسڪول ۽ ڪاليج ۾ هيءُ نهايت ئي هوشيار شاگردن ۾ شمار ٿيندو هو. شروع کان ئي هن کي شاعري ڪرڻ ۽ تقرير جو ڏاڍو شوق هو. اڳتي هلي شاعر ۽ اديب هئڻ کان سواءِ نامور سياسي اڳواڻ طور سڃاڻپ حاصل ڪيائين. سندس تقريرن ۾ جوش، جرئت، همت ۽ دليري هئي، اهو جذبو سندس عمر جي پڇاڙيءَ تائين برقرار رهيو.

بي. اي پاس ڪرڻ کان پوءِ ويهن ورهين جي عمر ۾ اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ انگلنڊ ويو، جتي آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ مان بي. اي پاس ڪري هندستان موٽي آيو. واپسيءَ کان پوءِ ڪجهه ڏينهن رامپور اسٽيٽ جي تعليم کاتي ۾ نوڪري ڪيائين. ان کانپوءِ رياست بڙوده ۾ هڪ وڏي عهدي تي مقرر ٿيو، پر هن کي نوڪري ۾ دلچسپي نه هئي. هيءُ آزاد طبع ۽ آزاد خيال انسان هو. ٿوري عرصي جي نوڪري سندس طبع کي ڪک ڪري وڌو، جنهنڪري نوڪريءَ تان استعيفا ڏئي ڇڏيائين.

نوڪري ڇڏڻ کان پوءِ هن انگريزيءَ ۾ ’ڪامريڊ‘ نالي هڪ هفتيوار اخبار جاري ڪئي، جنهن اخبار ذريعي هن مسلمانن جي حق ۾ آواز اٿارڻ شروع ڪيو. ان کان پوءِ اردوءَ ۾ اخبار ’همدرد‘ جاري ڪيائين ۽ پنهنجو سمورو وقت قومي ڪمن ۾ صرف ڪرڻ لڳو.

1906ع ۾ جڏهن مسلم ليگ جو وجود پيو، تڏهن هيءُ به ان ۾ شامل ٿيو. ان کان پوءِ هيءُ قومي ۽ ملڪي خدمت ۾ اهڙي جوش ۽ ولولي سان شامل ٿي ويو، جو هندستان ته ٺهيو، پر سڄيءَ دنيا ۾ جتي به مسلمانن سان

ظلم يا زيادتي ٿيندي هئي، محمد علي ’جوهر‘ انهن ظلمن خلاف سڀ کان اڳ اتي بيهندو هو. بلقان جي جنگ ۽ پهرين جنگ عظيم ۾ هن ترڪن جي حمايت ۾ ترڪن جي مدد ڪرڻ، مسلمانن ۾ سچي روحانيت پيدا ڪرڻ ۽ سڄي دنيا جي مسلمانن کي هڪ مرڪز تي آڻڻ لاءِ هن برصغير هند ۾ ’خلافت تحريڪ‘ جاري ڪئي، جنهن سڄي هندستان ۾ هڪ زبردست هلچل پيدا ڪري ڇڏي. محمد علي جوهر جي ڪوششن ۽ تعاون سان ڪانگريس جي مرده تحريڪ ۾ جوش پيدا ٿيو. هڪ ئي وقت ۾ هن خلافت ۽ ڪانگريس جي ڪم کي گڏ گڏ هلايو. مهاتما گانڌي ۽ محمد علي جوهر گڏيل جلسن کي خطاب ڪندا هئا.

ڪانگريس جي تحريڪ ۾ هيءُ هندن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ڏئي وطن جي آزاديءَ لاءِ وڙهيو. جيل خانن جي سوڙهين ۽ اونداهين ڪوٺڙين ۾ زندگيءَ جو وڏو حصو گذاريائين. مطلب ته هيءُ ڪنهن به ڳالهه ۾ پٺتي نه رهيو. آخري عمر ۾ جڏهن هن ڏٺو ته ڪانگريس مسلمانن جي حقن بابت وڙهڻ لاءِ تيار نه آهي، تڏهن ڪانگريس کان الڳ ٿي ويو ۽ مسلمانن کي منظم ڪرڻ جي ڪمن ۾ لڳي ويو. 1930ع ۾ جڏهن انگريزن هندستاني ليڊرن کي لنڊن ۾ ’رائونڊ ٽيبل ڪانفرنس‘ ۾ گهرايو، تڏهن مولانا محمد علي جوهر انهيءَ ڪانفرنس ۾ ويو. اتي هڪ جلسي ۾ تقرير ڪيائين. سندس تقرير جو ڪجهه ٽڪرو هيٺ ڏجي ٿو:

”آءٌ جنهن مقصد لاءِ هتي آيو آهيان، اهو هيءُ آهي ته پنهنجي وطن موٽان ته آزاد هندستانيءَ جي حيثيت سان موٽان. آءٌ غلام ملڪ ۾ موٽي نه ويندس، جيڪڏهن توهين مون کي هندستان ۾ آزادي نه ڏيندؤ ته توهان کي هتي انگلينڊ ۾ منهنجي قبر لاءِ جاءِ ڏيڻي پوندي“.

محمد علي جوهر پنهنجي ارادي جو پڪو ۽ زبان جو سچو هو. هن جيڪي ڪجهه چيو، سو ڪري ڏيکاريائين. هو بيمار ته اڳ ۾ هو. هيڪاري سفر جي ٿڪ ۽ ڪم جي ڪثرت سبب سندس مرض وڌي ويو. مٿين لفظن چوڻ جي چند ڏينهن کان پوءِ دنيا مان لاڏاڻو ڪيائين. سندس جنازو لنڊن کان فلسطين پهچايو ويو. جتي ڪيس بيت المقدس جي مشهور مسجد ’مسجد عمر‘ ۾ دفنايو ويو.

**جوهري/ وينجهار**: قيمتي ۽ اٽلپ پٿر سجائڻ ۽ وڪڻندڙن کي جوهري چئجي ٿو ۽ انهن کي ونڌڻ يا سوراخ ڪيڻ، سون ۽ چانديءَ تي خوبصورت جڙاءُ، مينا ڪاري ۽ ڪندن جو ڪم ڪندڙ کي وينجهار چئجي ٿو. صدين کان خاص ڪري لاڙ ۾ هلندڙ هيءُ خالص سنڌي هنر سمجهيو وڃي ٿو. سونارو سون، چانديءَ جا قيمتي ڳهه ڳٺا گهڙي وينجهار جي حوالي ڪندو آهي، جيڪو مختلف مرحلن مان گذاري وڏي مهارت ۽ نفاست سان ننگ، سپون، شيشو ۽ مينا مڙهي يا ڪنده ڪاري ڪري سون ۽ چانديءَ جي زيورن جي قدر قيمت، سونهن ۽ سوڀيا ۾ اضافو ڪندو آهي. شاهه عبداللطيف ڀٽائي رسالي جي ڏهن سُرن ۾ جڙاءُ، ونڌڻ، مڙهائيءَ ۽ مينا ڪاريءَ جو ذڪر ڪيو آهي:



جوهري/ وينجهار

ويا سي وينجهار، هيرو لعل ونڌين جي.

**جوهي**[1]: جوهي ضلعي دادو جو اهم ۽ مرڪزي شهر هجڻ سان گڏ تعلقو به آهي. جوهي، جُوهي لفظ جو بگاڙ آهي. جُوهي لفظ جي معنيٰ آهي تمام مختصر ايراضيءَ تي ڦهليل وڻن جو جُهڳٽو يا ميڙ. روايت آهي ته قديم زماني ۾ هتان وهندڙ نئن جي الهندي ڪناري تي ننڍي جُوهي هوندي هئي. هتان گذرندڙ مسافر يا واپاري قافلا تتيءَ گرمي ۾ انهيءَ جُوهيءَ جي ڇانو وٽ ڍاپو ڪري آسيس وٺي پوءِ اُسهندا هئا. انهيءَ جُوهيءَ پرسان اڳتي هلي ڪي ماڻهو آباد ٿيا. سندن ڳوٺ ’جُوهيءَ وارو‘ سڏجڻ ۾ آيو. اُهو جوهيءَ وارو ڳوٺ تبديل ٿيندي جُوهي سڏجڻ لڳو. اڳتي هلي جُوهيءَ بجاءِ ’جوهي‘ سڏجڻ لڳو ۽ انهيءَ نالي سان اڄ به قائم ۽ دائم آهي.

انگريز حڪومت جي دفترن ۾ به هي شهر جُوهيءَ طور درج ٿيل آهي. قديم زماني ۾ جوهي الهندي طرف ڳوٺ واهي ۽ لڪن وسيلي خشڪي رستن سان ڳنڍيل هئي. ڏکڻ ۾ منڇر ۽ لڪ گاري جي خشڪي رستن ۽ سيوستان (سيوهڻ)، اپرندي ۾ ناري ۽ سنڌ درياهه ۽ اتر ۾ مورلڪ ۽ سيوي (سبي) تائين ويندڙ خشڪيءَ جي رستن سان مليل هئي. جوهيءَ جو ڪنهن به تاريخ ۾ تذڪرو نه ٿو ملي. جوهيءَ جي بستي صفحهء هستيءَ تي ڪڏهن برپا ٿي، ان جو ڪو به مستند مواد يا حوالو موجود ناهي. جوهي شهر ۽ ان جي بلڪل قريب ڪجهه قديم آثارن ۽ ماڳن جي آثار تي راءِ قائم ڪري سگهجي ٿي. جوهيءَ جيَ ڏکڻ ۾ قبضي هيٺ اچي ويل وڏي تلاءَ جي ڪناري تي ٿل (هاڻ نجف شاهه جو اوتارو) هوندو هو. ان کان سواءِ جوهيءَ کان ٻه ڪلوميٽر ڏکڻ ۾ ڳوٺ ڪنگراٽي (هاڻ گل محمد گنب) ۾ ٿل موجود آهي. جيڪو بعد ۾ ’هوتو مست‘ جو ٿل سڏجڻ ۾ آيو. اهي ٿل ٻڌمت جي پيروڪارن جي عبادت جا ماڳ آهن. جوهيءَ وارو علائقو راءِ گهراڻي جي ڏاهرن ۾ ٻڌ پرڳڻي ۾ ضرور شامل هوندو. سنڌ ۾ ٻڌمت موريا گهراڻي جي ڏينهن ۾ ڦهليو هو راءِ گهراڻي کان برهمڻ گهراڻي تائين ٻڌيه پرڳڻي ۾ چنا قبيلي جي حڪومتن جون تاريخي شاهديون موجود آهن، جيڪي به ٻڌمت جا پيروڪار هئا. ان کان پوءِ برهمڻ، عرب، سومرا، سما دور تائين جوهيءَ بابت تاريخ نه ٿي ملي. مغل ارغون ۽ ترخان دور جي تاريخ به هن ڳوٺ تي ڪا به روشني نه ٿي وجهي. البت ڪلهوڙن جي دؤر ۾ جوهيءَ بابت مقامي روايتن ۾ تذڪرو ملي ٿو. ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي عبوري حڪومت هن علائقي ۾ اثر رسوخ وارو دور هو. انهيءَ عرصي ۾ جوهيءَ ۾ ڪوسا قبيلي جا ماڻهو آباد هئا. ان وقت ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي حامي قبيلن ۾ جمالي قبيلو نروار هو. جنهن سان ڪجهه ميان صاحب جا حامي ڪوسا به هئا. مقامي روايتن موجب قبيلن ۾ زبردست ويڙهاند هلي ۽ ’ڇڏ جوهي، پڄ لوهي‘ جهڙن محاورن جنم ورتو.

انگريز دؤر ۾ جوهيءَ ۾ اهم انتظامي آفيسون قائم ڪيون ويون. انگريز دؤر ۾ جوهي اول ڪراچيءَ سان شامل رهي، ڪجھ وقت شڪارپور ۽ پوءِ ضلعي لاڙڪاڻي جي انتظام هيٺ تعلقو ٿي رهي. 1931ع ۾ دادوءَ کي ضلعي جو درجو ڏنو ويو ته جوهيءَ کي تعلقي جي حيثيت ۾ دادوءَ ۾ شامل ڪيو ويو. جوهيءَ جي معاشي ۽ اقتصادي حالتن جو گهڻو دارومدار زراعت تي آهي. خوشحاليءَ واري دؤر ۾ ”جوهي مکڻ موهي“ سڏجي ٿي ۽ ڏُکر وارن ڏهاڙن ۾ ”جوهي کنين کوهي“ سڏجي ٿي. آڳاٽي زماني ۾ جوهيءَ جي اوپر لڳ اتر کان ڏکڻ طرف نئن هوندي هئي، جوهيءَ جو هاڻوڪو پهريون وارڊ سمورو نئن جي پيٽ ۾ واقع آهي. وارڊ نمبر ٽيون آڳاٽي ۽ قديم ڳوٺ جي ايراضيءَ ۾ آهي. هن شهر سان واسطو رکندڙ مشهور شخصيتن ۾ رئيس علڻ خان لغاري، سجيلا لغاري، اڪبر خان لغاري، ناميارو ليکڪ ۽ ٻارن جو اديب مرحوم اڪبر جسڪاڻي، ناميارو شاعر مرحوم احمد خان مدهوش، ليکڪ عزيز ڪنگراڻي ۽ خليل عارف وغيره اچي وڃن ٿا.

2010ع واري وڏي ٻوڏ جو پاڻي توڙي بند ٽٽڻ ڪري سنڌ جي مختلف شهرن ۽ ڳوٺن کي ٻوڙيندي، 8 سيپٽمبر 2010ع تي جوهي تعلقي ۾ پهتو. جنهنڪري جوهيءَ جي آسپاس 250 ننڍا وڏا ڳوٺ پاڻيءَ هيٺ اچي ويا ۽ 13 سيپٽمبر تي پاڻي جوهي شهر کي وڪوڙي ويو ۽ انتظاميا شهرين کي شهر خالي ڪرڻ جو حڪم ڏنو شهر جي ڪافي ماڻهن شهر خالي ڪيو پر ڪيترن شهرين شهر خالي ڪرڻ کان انڪار ڪيو جنهنڪري شهر خالي ڪرڻ لاءِ 144 قلم لاڳو ڪيو ويو. ساڳئي جوهي شهر جي چوڌاري رنگ بند ناهڻ جو ڪم بند ڪيو ويو. پاڻيءَ جي دٻاءَ کي ڏسندي شهرين ذاتي مڙسيءَ سان بند جي مضبوطيءَ جو ڪم پنهنجي هٿ ۾ کڻندي آبپاشي طرفان ٿيندڙ ڪم تي بي اعتماديءَ جو اظهار ڪيو. اهڙيءَ ريت جوهي شهر جي مردن ۽ عورتن بند تي ان وقت تائين ڏينهن رات مسلسل ڪم ڪيو، جيستائين منڇر کي زيرو پوائنٽ کان هٿ سان گهارو نه هنيو ويو. 15 سيپٽمبر تي آر ڊي 11 ۽ 12 وٽان منڇر کي 300 فوٽن جو هٿ سان ڪٽ هنيو ويو. جنهنڪري جوهي تان پاڻيءَ جو دٻاءُ گهٽيو. اهڙي ريت جوهي جي شهرين جوهي شهر کي پنهنجي مڙسيءَ سان بچائي، پنهنجو نالو تاريخ ۾ سونهري اکرن ۾ لکرايو.

**جوهي²**: تعلقي جوهيءَ جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جنگو جمالي، ڪنگراڻي، چينجاڻي، صوبو پنهور، رامڻ فقير، راهڻ علي مير بحر، قيصر پنهور، ابراهيم رند، بچل رند، مولوي محمد حسن، دلاور پنهور، گهرام پنهور، علي محمد مغيري، قهولنڊ ۽ حاجي صالح مغيري.

**ڄُوهي**: هڪ گل آهي، جيڪو هلڪو خوشبودار ۽ ٻن قسمن جو ٿئي ٿو. هيءَ موتيي جيڏو، پر ڪڏهن ان کان به وڏو ٿي وڃي ٿو. هن جون ٽاريون سنهيون ٿين ۽ ٻن موتيي کان ٿورا ڊگها ۽ نوڪدار ٿين. هن جا گل ٻن قسمن جا ٿين ٿا. هن گل کي عربيءَ ۾ صيان، فارسيءَ ۾ ياسمين بري، سنسڪرت ۾ يوٿڪا جوٿيڪا، گجراتيءَ ۾ جوئي، پنجابيءَ ۾ چِڪاري ۽ لاطينيءَ ۾ 'Jasminum Quriculatum' چون ٿا. هن جو مزاج گرم ۽ خشڪ آهي.

**جوهيجا**: تعلقي شڪارپور جي هڪ ديهه جو نالو آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ٻيل فقير، مولابخش، محمد قاسم بروهي، جوهيجا، ٻيلو بروهي، ٽڳيو جعفري، سيفل جعفري، نوناري، جوڳي، وارث آباد ۽ ساول شو.



**ڄُوهي چاولا**: ڀارتي اداڪاره جوهي چاولا جو جنم، 13 نومبر 1967ع تي ڀارتي پنجاب جي راڄڌاني لُڌيانا ۾ ٿيو. هن جي پيءُ جو نالو ڊاڪٽر ايس چاولا ۽ ماءُ جو نالو مونا چاولا هو. جيڪي هريانا رياست جي امبالا شهر جا رهواسي هئا. هن ممبئيءَ جي 'Sydenham' ڪاليج مان گريجوئيشن ڪئي. کيس 1984ع ڌاري ڪيترن ئي خطابن سان نوازيو ويو. جيئن 'مس انڊيا'، 'مس ڪيٽ واڪ'، 'مس پرفيڪٽ ٽين'، 'مس پاپولر'، 'مس مريڪيولس' ۽ ساڳئي ئي سال سونهن جي عالمي مقابلي ۾ 'مس يونيورس چونڊجڻ تي کيس بيسٽ نيشنل ڪاسٽيوم 'Best National Costume' جو خطاب ڏنو ويو. هن جي پهرين فلم 'سلطنت' هئي، جيڪا 1986ع ۾ رليز ٿي. هي فلم 1988ع ڌاري عامر خان سان گڏ 'قيامت سي قيامت تڪ' هئي، جنهن ۾ کيس تمام گهڻي شهرت ملي. 1990ع ڌاري ٻن فلمن: (1) 'پرتيبند' ۽ (2) 'سور گ' جي ڪري کيس فلم فيئر بيسٽ ايڪٽريس اوارڊ لاءِ نامزد ڪيو ويو. 1993ع ڌاري سندس فلمن 'لُٽيري'، 'آئينه'، 'هم هين راهي پيار ڪي' ۽ 'ڊر' ڪامياب ترين فلمون ليکيون ويون. 'هم هين راهي پيار ڪي' فلم جي ڪري کيس 'فلم فيئر بيسٽ ايڪٽريس' اوارڊ ڏنو ويو. 1994ع کان 1996ع تائين ڄُوهي چاولا جون فلمون ڪامياب ٿي نه سگهيون. 1997ع ڌاري هن جي فلمن 'يس باس'، 'ديوانه مستانه' ۽ 'عشق' وري هن کي ڪاميابيءَ جي رستي تي گامزن ڪيو. هن شاهه رخ خان سان بج فلمن ۾ ڪم ڪيو. جهڙوڪ: 'ڊر'، 'ڊپليڪيٽ' ۽ 'راجو بن گيا جينٽلمين' وغيره. پر هن جو جوڙ عامر خان سان بهتر رهيو. 2000ع کان 2005ع تائين هن 'تين ديوارين' ۽ 'ماءِ برادر نڪيل' ۾ ڪم ڪيو ۽ 'ماءِ برادر نڪيل' جي ڪري کيس اسٽار اسڪرين اوارڊ ڏنو ويو. 2006ع کان 2007ع تائين سندس فلمون 'سوامي'، 'يوت نات' آيون. فلم 'يوت نات' ۾ هن پهريون ڀيرو 'چلو جاني دو' گانو پنهنجي آواز ۾ رڪارڊ ڪرايو. 2008ع ۾ سندس 'ڪريزي-4' فلم آئي. 2009ع ڌاري نهيل فلم 'لڪ بائي چانس' ۾ معاون اداڪار طور ڪم ڪيائين. هن هندي فلمن کان سواءِ ٽن پنجابي فلمن ۾ به ڪم ڪيو. جهڙوڪ: 2000ع ۾ 'شهيد ادهم سنگهه' 2004ع ڌاري، 'ديس هو يا پرديس' ۽ 2006ع ڌاري 'وارث شاهه- عشق دا وارث'.

جوهي 2000ع کان پوءِ شاهه رخ خان ۽ ڊائريڪٽر عزيز مرزا سان گڏجي 'Dreamz Unlimited' نالي هڪ 'پراڊڪشن ڪمپني" کولي، جنهن جون پهريون به فلمون 'فر يي دل هي هندستاني' ۽ 'اسوڪا' هيون ۽ سندس ٽين فلم 'چلتي چلتي' هئي.

جوهي چاولا جي شادي 'جئه مهتا' نالي صنعتڪار سان ٿي ۽ ان مان هن کي ٻه ٻار: هڪ ڌيءَ ۽ هڪ پٽ آهن. جوهي چاولا جا وڏا اصل سنڌ جي ڪشمور جا رهاڪو هئا. سندس چاچو ستيش آنند چاولا ڪيترن پاڪستاني فلمن جو پروڊيوسر ۽ ڊسٽري بيوٽر هو. ان کان سواءِ پاڪستان فلم سينسر بورڊ جو چيئرمئن به رهي چڪو آهي.

**جوهيءَ وارو مندر**: هن وقت قُبيءَ جي نالي سان مشهور هندن جو مندر اڄ بہ جوهي شهر ضلعي دادوءَ ۾ آهي. نهايت عمدي نموني جوڙايل هيءُ مندر هن وقت چانديا قبيلي جي رهائش بڻيل آهي. هن مندر جي ڏکڻ ۾ مندر جي سنڀاليندڙ جي رهائش لاءِ خوبصورت عمارت ميساري دڪان نهرايا ويا آهن. ڪجهہ وقت هن عمارت ۾ سول جج جوهيءَ جي رهائش بہ هوندي هئي. هن عمارت جي اولهہ ۾ عاليشان



چاپرو نهرايل هوندو هو، ان چاپري پرسان کوهہ اڄ بہ قائم آهي. چاپري ۾ ڪاڇي ڏانهن ايندڙ ويندڙ عام مسافرن جي آسائش جو بندوبست ٿيل هوندو هو. بعد ۾ رند قبيلي جي ماڻهن چاپري واري جاءِ تي شاپنگ سينٽر جوڙائي ڇڏيو آهي. روايتن موجب جوهيءَ جي واسو فقير جا هندو وڏا معتقد هوندا هئا. واسو فقير جو مُقام جوهي شهر جي ڏکڻ ۾ موجود آهي. انهيءَ واسو فقير تي هندو هر سال ميلو لڳرائيندا هئا. ميلي جي موقعي تي هندو برادري ڀڳت ڪنور رام ۽ ماسترچندر ڪي بہ وقت بہ وقت ڪوٺي آڻيندا هئا ۽ انهيءَ چاپري واري ماڳ وٽ محفل موسيقي رچائيندا هئا. مندر ۾ مختلف جانورن، پکين، شِوَ ۽ ٻين اوتارن جي تصوير ڪشي ٿيل آهي.

**جوئاري** (ڪتاب): هي ناول رُوس جي عظيم ليکڪ دوستو وسڪيءَ جي ناول 'The Gambler' جو سنڌي ترجمو آهي، جيڪو سنڌي زبان جي مشهور ليکڪ قاضي خادم، 'جوئاري' جي نالي سان ڪيو آهي. جوئاري هڪ اهڙي شخص جي ڪهاڻي آهي، جيڪو جُوئا کان توبهہ ڪري چڪو آهي؛ پر پنهنجي محبوبہ جي خاطر پنهنجو قسم ٽوڙي ٿو ۽ جوئا جي ميز تي پهچيو وڃي. هن کي پڪ آهي تہ هي پاڻ کان سواءِ ڪنهن ٻئي لاءِ کيڏندو تہ ضرور کٽندو ۽ هو واقعي ٻين لاءِ کٽي بہ ٿو ليڪن جڏهن دل جو معاملو اچي ٿو تہ هارائي ٿو ويهي. هن ناول جو انتساب قاضي خادم سنڌ جي عظيم انقلابي شاعر شيخ اياز ڏانهن منسوب ڪيو آهي، جنهن جي سماجي شخصيت هميشہ آئيڊيل رهي آهي. ڊيمي سائيز جي 227 صفحن تي مشتمل هن ناول جو پهريون ڇاپو، 1976ع ۾، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد ڇپايو آهي ۽ ان جي قيمت ان وقت ڇهہ روپيا هئي.

**جوئر** (Sorghum): جوئر، خريف جي موسم جو ۽ جانورن جي چاري جو فصل آهي. جوئر جو اصل وطن آفريڪا ڇيو وڃي ٿو. مصر ۾ ان جي پوکي 2200 ق. م ۾ ٿي. سنڌ ۽ ڀارت ۾ جوئر جي پوک پهرين صدي عيسويءَ ۾ شروع ٿي. موجوده وقت ۾ جوئر خريف جو اهم فصل آهي. آمريڪا ۽ آسٽريليا ۾ جوئر چاري يا گاهہ طور پوکي وڃي ٿي ۽ جوئر جو اَن انساني کاڌي، ڪڪڙين ۽ چوپائي مال جي چاري طور ڪم اچي ٿو جوئر جي گاڏڙ جنس متعارف ٿيڻ بعد هيءُ فصل چاري لاءِ پوکيو وڃي ٿو جوئر جي پوکيءَ جي سنڌ ۾ اهميت ان ڪري آهي، جو هيءُ فصل هر قسم جي زمين ۽ آبهوا ۾ ڪاميابيءَ سان ٿئي ٿو هي فصل نہ رڳو ٻين خوراڪي فصلن کي مدد ڪري ٿو پر غريبن جي خاص غذا ۽ جانورن جو چارو آهي. سنڌ ۾ جوئر ڪوهستان جو مکيہ فصل بہ آهي، جتي برسات جي مند ۾ پوکجي ٿو جڏهن تہ آبپاشيءَ وارن علائقن جهڙوڪ: حيدرآباد، نواب شاهہ ۽ نوشهري فيروز وغيره ۾ وڏيءَ ايراضيءَ تي ٿئي ٿو.



جوئر

جوئر جي پوک پوري دنيا جي اناج وارن فصلن جهڙوڪ: ڪڻڪ، چانورن ۽ مڪئي کان چوٿين درجي تي آهي. جوئر انتهائي خشڪ ۽ نيم خشڪ حالت ۾ پوکي وڃي ٿي ۽ انهن علائقن جو مکيہ اناج وارو فصل آهي. هيءُ فصل انهن حالتن ۾ پوکيو وڃي ٿو جنهن لاءِ شرط آهي تہ علائقي ۾ اونهارو ڊگهو ۽ گرم هجي. سنڌ ۾ اناج لاءِ جوئر جي پوک نوشهري فيروز ۽ نواب شاهہ ضلعن ۾ تمام گهڻي پوکي وڃي ٿي. جوئر جي ڦوٽهڙي لاءِ گهٽ ۾ گهٽ 7 کان 10 ڊگري سينٽي گريڊ گرميءَ جو درجو گهربل هوندو آهي. فصل جي عام واڌ لاءِ 15 ڊگري سينٽي گريڊ گرمي جي ضرورت هوندي آهي. جڏهن تہ فصل جي صحيح واڌ لاءِ مقرر گرمي درجو 30-27 ڊگري سينٽي گريڊ هئڻ گهرجي. هن فصل ۾ اها خاصيت آهي تہ گهٽ زمين جي وَتَ يا آلاڻ ۽ وڌيڪ گرمي درجي مطابق سٺي پيداوار ڏيڻ جي صلاحيت رکي ٿو اهڙيءَ طرح جوئر ۾ خشڪي برداشت ڪرڻ جو سرشتو بہ ان جي وڌيل پاڙن جي سرشتي تي مدار رکي ٿو.

**زمين:** جوئر جو فصل زرخيز ۽ ڳري لٽاسي زمين ۾ تمام سٺو لڳي ٿو پر ان ۾ گهٽ زرخيز زمين تي بهتر پيداوار ڏيڻ جي صلاحيت پڻ آهي. جوئر هر قسم جي زمين ۾ ڪاميابيءَ سان پوکي سگهجي ٿي، جهڙوڪ: ڳري چيڪي، وچولي لٽاسي، ڪلرائي ۽ ناميانتي مادي واري زمين وغيره.

**زمين جي تياري:** سنڌ جي باراني علائقي ۾ جوئر جي محدود پوک ڪئي وڃي ٿي، جڏهن تہ آبپاشيءَ وارن علائقن ۾ جوئر گهڻي ايراضيءَ تي پوکجي ٿي. هن فصل مان بهتر نتيجن وٺڻ واسطي زمين جي مڪمل تياريءَ جو هئڻ ضروري آهي. جوئر جي پوکيءَ لاءِ 3 کان 4 خشڪ هر ڏيڻ گهرجن، جنهن تي بعد ۾ سانهر گهمائي پترپيجي، زمين کي هموار ڪيو وڃي ۽ بعد ۾ 24 کان 28 ڪلوگرام في ايڪڙ ٻج پوکڻ گهرجي.

**پوکيءَ جو وقت ۽ طريقو:** اناج لاءِ جوئر جي پوک 15 جون کان جولاءِ جي آخري هفتي تائين پوکجي، جڏهن تہ چاري لاءِ جوئر جي پوکي 15 فيبروري

ڪان شروع ڪجي ۽ جولاءِ تائين پوکجي. جوئر جو اناج وارو فصل ناڙي رستي پوکجي، جڏهن ته گاهه يا چاري لاءِ پوکڻ واري جوئر ڇٽ ذريعي پوکجي ٿي. اهڙيءَ طرح اناج لاءِ جوئر جي ناڙيءَ واري پوک بهتر نتيجا ڏئي ٿي. فصل جي قطارن جو مفاصلو ڊيڍ فوٽ سفارش ڪيو وڃي ٿو. ٻوٽن جي وچ ۾ 3 کان 4 انچ مفاصلو بهتر پيداوار جو ضامن هوندو آهي.

**جنسون:** جوئر سنڌ جو اهم اناج وارو فصل آهي. هن فصل ۾ ٻن قسمن جون جنسون آهن، جن ۾ مقامي ڊگهي قد واريون جنسون ۽ ننڍي قد واريون ٻاهريون جنسون شامل آهن. فصل جون مقامي سطح تي جنسون علائقي جي مناسبت سان هيٺ ڏجن ٿيون.

**(الف) تجويز ڪيل مقامي جنسون** (Local Varieties):

نوابشاهه ۽ سکر لاءِ سرو ڪارٿهو؛ جيڪب آباد لاءِ ڳاڙهي، جانپر ۽ الڪ؛ لاڙڪاڻي، سکر ۽ خيرپور لاءِ ڏيپر؛ جيڪب آباد، ٺٽي ۽ حيدرآباد لاءِ اڇو بازيگر؛ دادوءَ لاءِ اڇو ڪوڏري؛ سکر لاءِ اڇو ڪارٿهو وغيره. جڏهن ته سفارش ڪيل جوئر جي نين جنسن ۾ هيٺيون جنسون خاص آهن، جن لاءِ صرف پنجاب جو ساهيوال علائقو موزون آهي: پاڪ SS-II، IC-1039 ۽ A-4009.

**(ب) ننڍي قد واريون جنسون** (Dwarf Varieties): جوئر جي فصل جون نيون سفارش ڪيل جنسون، جيڪي اناج لاءِ پوکيون وڃن ٿيون، انهن ۾ ننڍي قد واريون جنسون اچن ٿيون، جيڪي پڻ وڌيڪ پيداوار ڏين ٿيون، جنهن ۾ :

1. ميلو لينڊ (Meloland) ۽ 2. شاهين جنس شامل آهن.

**(ت) سائي گاهه واريون جنسون** (Green Fodder Varieties):

نوابشاهه لاءِ اڇو ڪارٿهو؛ حيدرآباد لاءِ ڪمندري؛ نوابشاهه لاءِ اڇي ٽري ۽ ڳاڙهي ٽري؛ ۽ دادوءَ لاءِ ڳاڙهي ٽري وغيره.

**پاڻ ڏيڻ:** سنڌ ۾ هيءُ فصل اڪثر حالتن ۾ ڪنهن به قسم جي زمين ۾ پوکي سگهجي ٿو پر وڌيڪ پيداوار وٺڻ لاءِ ضروري آهي ته هيءُ فصل زرخيز زمين تي پوکيو وڃي. جيڪڏهن زمينون زرخيز نه آهن ته انهن ۾ گهربل ڪيميائي پاڻ يا وٿاڻ جو پاڻ ڏنو وڃي. باراني علائقن ۾ سڄو ڏيان بارش جي گهٽائيءَ تي هوندو آهي. جڏهن ته زمين جي زرخيزي هن فصل جي پوک لاءِ ايتري اهم نه آهي. جوئر جي پوک لاءِ 15 گاڏيون وٿاڻ جو پاڻ زمين ۾ پوکيءَ کان اڳ ڏنو وڃي. جوئر جي ننڍي قد وارين جنسن جهڙوڪ: شاهين ۽ ميلو لينڊ لاءِ پاڻ نائٽروجن 120 ڪلوگرام ۽ 60 ڪلوگرام فاسفورس في هيڪٽر سفارش ٿيل آهي. مقامي جنسن لاءِ ان سفارش ڪيل پاڻ جو اڌ مقدار يعني 60 ڪلوگرام نائٽروجن ۽ 30 ڪلوگرام في هيڪٽر فاسفورس ڏنو وڃي، جڏهن ته سائي گاهه لاءِ پوکيل جوئر واسطي پاڻ جو مقدار وڌائي ۽ گهٽائي سگهجي ٿو. اڪثر حالتن ۾ سائي گاهه لاءِ پوکيل جوئر ۾ نائٽروجن پاڻ ڏيڻ گهرجي.

**پاڻي ڏيڻ:** جوئر خشڪ فصل آهي، جوئر جي فصل کي پهريون پاڻي 3 کان 4 هفتا پوکيءَ کان بعد ۾ ڏيڻ گهرجي ۽ سلسليوار آبپاشي 15 ڏينهن جي وقفي تي ڪئي وڃي. هن فصل کي ٽن کان چار پاڻي ڏيڻ جي ضرورت پوي ٿي. جوئر جي فصل ۾ اها خوبي آهي ته ناموافق حالتن ۾ پنهنجي واڌ روڪي ٿو ۽ جڏهن حالتون موافق ٿين ٿيون ته پنهنجي واڌ جاري رکي ٿو.

**گُڏ ڪڍڻ:** فصل مان گندگاهه جي صفائيءَ لاءِ ان ۾ گَڏ ڪرڻ لازمي آهي. جوئر جي فصل کي هڪ ٻه گڏون ڪڍڻ گهرجن. جنهن لاءِ ڪوڏر استعمال ڪئي وڃي. اهڙيءَ طرح فصل مان گندگاهه ختم ٿي ويندو ۽ پيداوار ۾ به اضافو ايندو.

**پيداوار:** باراني علائقي ۾ جوئر جي اناج واري پيداوار پنجن کان 7 مڻ في ايڪڙ آهي، جڏهن ته آبپاشي وارن علائقن ۾ اَن کان 10 مڻ في ايڪڙ پيداوار ملي ٿي. اهڙيءَ طرح باراني علائقن ۾ ويهن کان 25 مڻ جوئر جي ڪڙٻ ملي ٿي ۽ آبپاشيءَ وارن علائقن ۾ 40 مڻ في ايڪڙ ڪڙٻ حاصل ٿئي ٿي. باراني علائقن ۾ سائي گاهه جي پيداوار 2200 کان 2800 ڪلوگرام آهي ۽ آبپاشيءَ وارن علائقن ۾ سائي گاهه جي پيداوار 8000 کان 10000 ڪلوگرام في ايڪڙ آهي. جڏهن ته ننڍي قد واريون جنسون ميلولينڊ ۽ شاهين اسان جي آبهوائي حالتن ۾ اناج جي پيداوار 2000 ڪلوگرام في ايڪڙ ڏين ٿيون.

**جويا:** جويا ذات انهن ڇهن راجپوتن جي شاهي قبيلن سان تعلق رکي ٿي، جيڪي ڏکڻ هندستان جي 36 خاص قبيلن مان آهن. جيڪي 'جهنگ جا بادشاهه' سڏيا ويا آهن. سندن رهائش هريانا، پٽياله، پٽنر، ناگور، ستلج ۽ سنڌوءَ جي ڪنارن سان رهي آهي. ست سئو سال کن اڳي ڪين هرياڻه ۽ ستلج مان سنڌوءَ جي ميدانن ڏانهن ڌڪيو ويو هو. سورهين صدي عيسويءَ ڌاري مٽن راٺوڙن وڏا حملا ڪري ڪين نابود ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هنن ٽڙي پکڙي پنهنجو وجود اڄ تائين برقرار رکيو آهي. جوين جي گهڻائي اڄ تائين ستلج جي ڪنارن ۽ سنڌ ۾ آهي. هندستان ۾ پراڻي گهگهر نديءَ (Ghaggar) جي پيٽ وارن علائقن ۽ بيڪانير واري پاسي ڪافي جويا رهن ٿا.

جنرل ڪننگهام جي ڪوڇنا موجب جويا ذات ڪي قدر سالٽ رينج (Salt Range) ۽ جود (Jud) جبل وارن علائقن ۾ به رهي ٿي، جنهنڪري ڪين جوديا (Jodia) يا يوديا (Yodia) به سمجهيو وڃي ٿو. جيڪي پاڻيٺي (450 B.C) جي وقت ۾ پنهنجو چڱو اثر رسوخ رکندا هئا. هاڻي به حصار (Hissar) کان وٺي منٽگمريءَ (ساهيوال) تائين جوين جو ڪافي اثر آهي. ساهيوالي جويا پيءُ طرفان پاڻ کي راجپوت نه ٿا سمجهن، پر هو ماءُ طرفان پاڻ کي سيجا (Seja) يا سميجن (Sameja) جي پاڙي پٽين مان سمجهندا آهن. اهو ئي ڪارڻ آهي، جو جويا پاڻ کي 'يادو' قبيلي جا پونئر سمجهن ٿا. سندن چوڻ موجب هو 14 صدي عيسوي ۾ بيڪانير ڇڏي ٻهاولپور ۾ آيا، جتي هو ملتان جي لانگاهن سان رلجي ويا. ملتاني جوين جو چوڻ آهي ته اُهي بيڪانير کان سنڌ ۾ آيا ۽ ملتان ۾ اچي رهائش اختيار ڪيائون.

ڪيپٽن ايلفنسٽن ڪين راويءَ جي ڪنارن تي آباد قبيلن مان هڪ قبيلو سڏي ٿو جيڪي بهادر ۽ مالوند ماڻهو هئا. وٽن مال جا ڌڻ هئا ۽ پوکڻ لاءِ خراب زمين هئي. ڪيپٽن ايلفنسٽن مهرن کي جوين جو پاءُ سمجهي ٿو. ايلفنسٽن جي چوڻ موجب جويا بهادر ۽ ٻين پائر قبيلن وانگر ويڙهاڪ آهن. جوين بابا فريد شڪرگنج جي هٿ تي اسلام قبول ڪيو. سڀ کان اڳ اسلام قبول ڪندڙ ٽي پائر هئا، جن جا نالا هئا: لونان (Lunan)، دونان (Dunan) ۽ چوئونان (Chaunan) . سنڌ ۾ آباد جوين جو وڏو لاڪوپٽ لونان هو، جنهن جي شادي راجا اجراس جي ڌيءَ ڪيسر سان ٿيل هئي. ان وقت کان ئي بيڪانير جا راجپوت جوين سان سڱابنديون ڪندا اچن.

جويا هيٺين پاڙن ۾ ورهايل آهن: (1) اڪوڪ (Akok)، (2) ڀهلاڻا (Bahlana)، (3) ڀٽي (Bhatti)، (4) فروزڪي (Frozki)، (4) حسن ڪي (Hassanke)، (5) جاملرا (Jamlera)، (6) جهانديڪي (Jhandeke)، (7) جگسي (Jugeke)، (8) لاکوڪي (Lakhuke)، (9) ليگهڪي (Langehke)، (10) لوليڪي (Luleke)، (11) مهروڪ (Mihruke)، (12) موميڪي (Momeke)، (13) پنجيرا (Punjera)، (14) رنوڪي (Ranoke)، (15) سيوڪي (Sabuke)، (16) سناٺڪي (Sanathke)، (17) شلبزي (Shalbazi) وغيره، پر ملتان ۾ (1) سبول (Sabul)، (2) سلهوڪا (Salhuka)، (3) سلديرا (Saldera) نالي سندن پاڙا به ملن ٿا، جيڪي پاڻ کي ’جت‘ سڏائين ٿا.

سنڌ جي ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا جي مصنف خير محمد ٻرڙي، جويا ۽ جوئيا الڳ ذاتيون ڪري ڄاڻايون آهن. هن جوين کي راجپوت، سمات ۽ سرائي ڪري ڄاڻايو آهي. اصل ۾ سنڌ ۾ ’جويا‘ ۽ سرائيڪي علائقي ۾ ”جوئيا“ سڏبا آهن. ان ڪري فاضل ليکڪ کين ڌار ڌار ڪري لکيو آهي. ڪتاب شاهان گرجر ۾ جوين کي گوجرن (جتن) مان ڄاڻايو ويو آهي. دائره معارف اسلام جي مصنف به جوين کي راجپوتن جو پاڙو ڪري لکيو آهي. سنڌ ۾ هيءَ ذات ڪافي گهڻي آهي ۽ هر حصي ۾ رهندڙ آهي. سنڌ جو ناليوارو دانشور محمد ابراهيم جويو، مشهور اديب ميرل جويو، خاڪي جويو ۽ تاج جويو به هن ذات سان واسطو رکن ٿا. ملتان جي ڊاڪٽر آفتاب مقبول جويي، جوين تي پي. ايڇ. ڊي ڪئي آهي ۽ سندس ٿيسز اشاعت هيٺ آهي. ڊاڪٽر آفتاب پنجاب اسيمبليءَ ۾ اسسٽنٽ آفيسر آهي.

**جويريه، ام المومنين:** ام المومنين بيبي جويريه رضہ، حارث بن ضرار جي نياڻي هئي، جيڪو بني مصطلق قبيلي جو سردار هو. بيبي جويريه جي شادي مسافع بن صفوان سان ٿي هئي، جيڪو غزوه مريسيع ۾ قتل ٿيو. هن جنگ ۾ ڪثرت سان مسلمانن کي ڪنيزون هٿ آيون. انهن ئي ڪنيزن ۾ بيبي جويريه رضہ به شامل هئي. جڏهن مال غنيمت جي ورهاست ٿي، تڏهن هيءَ بي بي ثابت بن قيس انصاريءَ جي حصي ۾ آئي. اسلام ۾ مالڪ جي رضا سان غلام / ڪنيز کي ڪجهه رقم ادا ڪري آزاد ڪرڻ جي اجازت آهي. ان ڳالهه کي مد نظر رکندي بيبي جويريه حضور صلي الله عليه وسلم وٽ آئي ۽ کين عرض ڪرڻ لڳي ته آءٌ مسلمان ڪلمہ گو عورت حارث جي نياڻي آهيان، ثابت بن قيس مون کي آزاد ڪرڻ لاءِ تيار آهي، پر جويريه، مون وٽ ايتري رقم نه آهي، جو آءٌ پاڻ کي آزاد ڪرائي سگهان. هاڻي توهان ئي منهنجي مدد ڪريو اهو ٻڌي حضور صلي الله عليه وسلم جن بيبي جويريه رضہ کي فرمايو ته ڇا اوهان مون سان نڪاح ڪندؤ؟ اهو ٻڌي بيبيءَ چيو ته ان کان وڌيڪ مون لاءِ ڪهڙي خوش بختي ٿيندي. ان کان پوءِ حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم انهيءَ وقت ثابت بن قيس کي مقرر رقم ادا ڪري بيبي جويريه رضہ کي پنهنجي نڪاح ۾ آندو. حضور صلي الله عليه وسلم جي رشتيداري ٿيڻ بعد جلد ئي بني مصطلق جي غلامن ۽ ڪنيزن کي وڏي تعداد ۾ آزاد ڪيو ويو. انهن آزاد ڪيل غلامن ۽ ڪنيزن جو تعداد 700 ٻڌايو وڃي ٿو حضور صلي الله عليه وسلم بي بي جويريه رضہ سان تمام گهڻي محبت ۽ شفقت سان پيش ايندا هئا. بي بي عائشه رضہ چوي ٿي ته ”بي بي جويريه رضہ جي برڪت سان هزارين غلام ۽ ڪنيزون آزاد ٿيا“ هن پاڪ بي بي حضور صلي الله عليه وسلم جي حياتيءَ ۾ ئي 5 هه/626ع ۾ رحلت ڪئي. کيس جنت البقيع ۾ دفن ڪيو ويو ان وقت سندن عمر 65 ورهيه هئي.

**جويو، ابراهيم** (ڏسو: ابراهيم جويو - جلد پهريون)

**جويو، تاج:** (ڏسو: تاج جويو - جلد ٻيو)

**جويو ’خاڪي‘:** سنڌ جو ناميارو شاعر ۽ قومي دانشور خاڪي جويو 8 مارچ 1942ع تي ڳوٺ ڪاڻيا، تعلقي خيرپور ناٿن شاهه، ضلعي دادوءَ ۾ ڄائو. سندس اصل نالو خميسو خان ولد حاجي جويو آهي. پر ادبي ۽ سياسي دنيا ۾ ’خاڪي جويي‘ جي نالي سان مشهور آهي. ڪجهه عرصي لاءِ هن ’خيام‘ جي تخلص سان به شاعري ڪئي هئي. هو هڪ هر- هاريءَ جو پٽ آهي، جنهن جو هارپي جي ناتي لڏ پلاڻ مقدر رهي آهي. سندس والد حاجي جويو هڪ خوددار ۽ محنتي هاري رهيو ۽ زميندارن جي ڪمدارن سان پَوتِ نه هئڻ ڪري سدائين لڏ پلاڻ ڪندو رهيو. سندن اباڻو ڳوٺ ’آباد‘ لڪي شاهه صدر کان چند ميل ڏکڻ طرف درياهه جي ڪپ تي هو، جيڪو ڪيترا ڀيرا درياهه بُرد ٿي چڪو آهي، پوءِ به ساڳئي نالي سان اڃا موجود آهي. سنڌ جي عظيم دانشور محمد ابراهيم جويي به هن ڳوٺ ۾ جنم ورتو هو. جڏهن خاڪي ڄائو هو ته 1942ع واري ٻوڏ جي راڳن سبب سندس والدين لڏي اچي سن (ضلعي دادو/ هاڻي ڄامشوري) کان ڏکڻ طرف جمن شاهه جي ڳوٺ ڪاري واهه تي رهيا. اتان قاضي احمد ويجهو پير ڪولاچين لڏي آيا، اهو 1947ع جو زمانو هو. خاڪيءَ کي ننڍي هوندي ئي مال چارڻ جي ڪم تي لڳايو ويو. کيس پڙهڻ جو ڏاڍو شوق هوندو هو. ڳوٺ جي پيرن جا ڇوڪرا ٻه ميل پنڌ ڪري قاضي احمد پڙهڻ ويندا هئا ته خاڪي به جهنگ ۾ مال هين ڏراڻ وٽ ڇڏي، ساڻن گڏ قاضي احمد جي اسڪول ۾ ويندو هو ۽ ٿوري وقت ۾ الف- ب جي پٽي پڙهي پچايائين. هڪ ڀيري مال پراين ٻنين ۾ وڃي پيو ۽ ڊڪ حوالي ٿيو، جنهن تان والد خاڪيءَ کي مار ڪڍي ۽ سندس پڙهڻ بند ٿي ويو. خاڪيءَ هڪ پورهيت جي زندگي گذاري آهي. هن هارپو ڪيو، هر ڪاهيا، جهار هڪلي، اٽ لڏيا، تغاريون کنيائين، مزدوري ڪيائين. سن ۾ واڻ ۽ پيش جي واپاري نيڻومل جي دڪان تي ڦُريو ڦوڪارو ڪيائين. بوٽن جي دڪان تي ڪم ڪيائين. سن جي ميمڻ ۽ مشهور بيوروڪريٽ بدرالدين زاهديءَ وٽ قاضي احمد جي سرڪاري اسپتال ۾ ايس. ڊي. او ايريگيشن وٽ بورچي ٿي رهيو سن ۾ پنهنجي ننڍي ڀاءُ تاج جويي کي گهر ۾ پڙهندو ڏسي، ساڻس گڏ پهريون ٻاراڻو ۽ پڪو ڪتاب (1961ع) پڙهي ويو ۽ ان ننڍيءَ عمر ۾ هڪ مهيني اندر قرآن شريف پڙهي پچايائين. ان بعد ڪجهه عرصي لاءِ مشهور وطن دوست خدمتگار ڊاڪٽر ٽلومل ڏيرواڻيءَ جي سن واري اسپتال ۾ ڪم ڪيائين، جتي ڊاڪٽر صاحب جي پٽ کان انگريزيءَ جي ابتدائي ڄاڻ به حاصل ڪيائين، خاڪيءَ جا والدين



1962ع ۾ وري پير ڪولاچين ۾ لڏي آيا. هن ان دوران قاضي احمد ۾ مينارڪو دڪان هلايو، جنهن جي ڪمائيءَ مان نہ رڳو ننڍي ڀاءُ تاج کي پڙهايائين، پر پاڻ بہ اديب سنڌي ۽ اديب عالم جا امتحان، مصطفيٰ اوريئنٽل ڪاليج، نوان جتوئي (تعلقي موري) مان ڏنا. هن ڪجهہ عرصو سَن ۾ بہ منيارڪو دڪان هلايو.

خاڪي بهترين شاعر هئڻ سان گڏ سٺو نثر نويس بہ آهي، هن جي ادبي حيثيت تہ مڃيل آهي، پر هو سرگرم سياسي ڪارڪن بہ رهيو آهي. بنيادي طرح سائين جي. ايم. سيد جي مڪتبہ فڪر سان لاڳاپيل آهي، خاڪي جيئن تہ قومي سياست ۾ ترقي پسند خيالن جو پرچارڪ رهيو آهي، ان ڪري هن جو نظرياتي سفر پروگريسو جيئي سنڌ پارٽي، وطن دوست انقلابي پارٽي ۽ جيئي سنڌ ترقي پسند پارٽيءَ ڪان شروع ٿيو، پر اتي هن جي ترقي پسند قومي سوچ ۽ فڪر جي تشفي نہ ٿي، ان ڪري هن سائين جي. ايم. سيد جي لاڏاڻي ڪان پوءِ ٺهيل ’جيئي سنڌ قومي محاذ‘ ۾ نہ صرف شرڪت ڪئي، پر مڙني ڌڙن کي يڪجاءِ ڪري جسقم جو بنياد وجهڻ ۾ بہ اهم ڪردار ادا ڪيو، ان ڪانپوءِ جڏهن جيئي سنڌ قومي محاذ ٻن حصن ۾ ورهائجي ويو تہ هن قومي تحريڪ سان پنهنجي وابستگي تہ برقرار رکي آهي، پر عملي طرح ڪنهن ڌر جي ميمبرشپ اختيار نہ ڪئي آهي، خاڪي جويو، قومي فڪر جي ڦهلاءَ لاءِ 25 ڪن سالن ڪان لڳاتار ماهوار ’ساجاهہ‘ رسالو ڪڍندو رهيو آهي. جنهن جي اشاعت جي سلسلي سندس ضعيفيءَ سبب ڪجهہ عرصي لاءِ سندس ڀائٽيي سارنگ ۽ سندس نياڻيءَ آزادي جويو جاري رکيو. اڌ رنگ ۾ مبتلا ٿيڻ ۽ مختلف بيمارين ۽ آپريشن ڪرائڻ سبب سندس طبيعت هن وقت رسالي ڪڍڻ جهڙي نہ آهي؛ پوءِ بہ هن اڌ رنگ جي بيماريءَ دوران 500 صفحن ڪان مٿي پنهنجي آتم ڪٿا ’جن پڙهايو پاڻ‘ لکي، خود ڪمپوز ڪري، ڇپائي آهي، جنهن مان سندس زندگيءَ، ادب ۽ نظريي سان وابستگيءَ جي ڄاڻ پوي ٿي. خاڪيءَ جي شاعريءَ جا چار ڪتاب ڇپيل آهن، خاڪيءَ جا شاعريءَ سميت جملي 30 ڪتاب ڇپيل آهن، جن جو وچور هيٺ ڏجي ٿو:

(1) آزاد گهرجي وطن (طويل نظم: مارچ 1973ع، ٽي ڇاپا ڇپيل، ٽيون ڇاپو 2008ع)، (2) ايءُ خاڪيءَ جو خيال (شاعري: جولاءِ 1982ع)، (3) ڪيڏارو (مزاحمتي بيت: 1984ع)، (4) آسڻ جن اريج (ايم. آر. ڊي متعلق طويل نظم: مارچ 1985ع، ٻيو ڇاپو 2008ع)، (5) قومي سوال جو نظرياتي جائزو (مارچ 1986ع)، (6) ترقي پسند ادب جا معيار (پهريون ڇاپو اپريل 1986ع، ٻيو ڇاپو 2008ع)، (7) ڪاهي ڌر جي موقعي پرستي (1986ع)، (8) پنجابي دانشور ۽ مظلوم قومون (جنوري 1988ع)، (9) قومي عليحدگيءَ جو سوشلسٽ جمهوري حق (جنوري 1987ع)، (10) قومي سوال جو تنقيدي جائزو (لينن: ترجمو 1988ع)، (11) ٻيلڪيت ڇا آهي؟ (1988ع)، (12) قومي ڪارڪنن لاءِ تدريسي ڪورس (1988ع)، (13) انقلاب جي وات (1988ع)، (14) ڦريا پسي ٿيڻ (سياسي تنقيد)، (15) عشق، حب الوطني ۽ انسانيت (جنوري 2001ع)، (16) سنڌ ۾ اردو آباديءَ جو مستقبل (آڪٽوبر 2001ع)، (17) آزاديءَ جو حق؛ ڀاڱو پهريون (سائين جي. ايم. سيد جا انٽرويو-ترتيب: جنوري 2003ع)، (18) سورهيہ بادشاهہ جو سنڌ جي آزاديءَ جو خواب (2003ع)، (19) تاريخ ۾ فرد جو ڪردار (گارگي پليخانوف-ترجمو: فيبروري 2006ع)، (20) سونهان ڀائين، سُڌ نہ ڏين (سياسي تنقيد: جنوري 2007ع)، (21)، جديد قومي ۽ بين الاقوامي نظام (مارچ 2007ع)، (22) سنڌي ۽ اردو آباديءَ جي تاريخي ضرورت (اپريل 2007ع)، (23) ادب جو قومي ڪردار (اپريل 2008ع)، (24) تنظيم ڪاريءَ جا اصول (اپريل 2008ع)، (25) اردو آبادي، سائين جي. ايم. سيد جي نظر ۾، (26) سوشل شاونزم ۽ مظلوم قومون (آگسٽ 2008ع)، (27) وطن ۽ قوم جي سياست، (28) تاريخي عمل جي روحاني زندگي (ترجمو: اپريل 2009ع)، (29) آزاديءَ جو حق، ڀاڱو ٻيو (سائين جي. ايم. سيد جا انٽرويو-ترتيب: جنوري 2010ع)، (30) جن پڙهايو پاڻ (آتم ڪٿا: 2010ع).

**جويو، خدا بخش**: نامياري صحافي، ڪيليگرافر ۽ سماجي رڪن خدا بخش جويي ولد محمد موسيٰ جويي 13 آگسٽ 1960ع تي سن ضلعي ڄامشوري ۾ جنم ورتو. هن پرائمري تعليم سن مان حاصل ڪئي، جڏهن تہ مئٽرڪ 1982ع ۾ سن مان ڪيائين. انٽر گورنمينٽ ڊگري ڪاليج سيوهڻ ۽ بي. اي سچل سرمست ڪاليج حيدرآباد مان 1988ع ۾ ڪيائين.



خدا بخش جويي ننڍيءَ عمر ڪان مختلف سماجي ڪمن سان لاڳاپيل رهيو. 1981ع ۾ لطيف سنگت جو پهريون عهديدار، مرڪزي صدر ٿيو. هن صحافت جي شروعات 1983ع ڪان ڪئي. سڀ ڪان پهرين هن روزاني مهراڻ ۽ پوءِ روزاني عبرت ۾ 7 سالن تائين رپورٽر جي حيثيت سان ڪم ڪيو. هن ٻاراڻي شاعري پڻ ڪئي، جيڪا عبرت ۽ چٽنگ جي ٻاراڻي صفحي ۾ پڻ شايع ٿيندي رهي، ان ڪانسواءِ ڪهاڻيون بہ لکيائين.

هي هڪ سٺو ڪيليگرافر پڻ آهي، هن 1986ع ڪان 1997ع تائين شمس العلماءَ لائبريري ۾ ڪيليگرافر جي حيثيت ۾ ڪم ڪيو. 1991ع ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي چوڻ تي هن سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جو مونوگرام ٺاهيو.

خدا بخش جويي جلال محمود شاهہ سان گڏجي باقاعده سماجي ڪمن جي شروعات ڪئي. اڳوڻي وزيراعليٰ عبدالله شاهہ جي دور ۾ 1996ع ۾ سن واري واقعي (4 جون 1996ع سبب) تي جلال محمود شاهہ خلاف ڪارروائي ڪئي، ان وقت خدا بخش جويو 5/6 سالن تائين روپوش رهيو، جنهن ڪان پوءِ ممتاز ڀٽي جي نگران حڪومت ۾ ڪيس ختم ٿيو. ان ڪانپوءِ خدا بخش جويي 2001ع ۾ بلدياتي چونڊن ۾ حصو ورتو ۽ جلال محمود شاهہ جي پئنل تان مقابلي ۾ وڏي اڪثريت سان کٽيو ۽ تعلقي ناظم ڪوٽڙي ٿيو، جنهن ڪان پوءِ واٽر سپلاءِ ۽ ٻيا ترقي ڪم ڪرايائين. خدا بخش جويو هن وقت سنڌ يونائيٽيڊ پارٽي ڄامشوري جو انفارميشن سيڪريٽري آهي.

**جويو، دادن فقير:** نامور عوامي شاعر دادن فقير جويو، 19 شوال 1323هه/ 21 جولاءِ 1906ع تي تعلقي وارهه جي ڳوٺ ميان داد چنجڻيءَ ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم ڳوٺ محراب سنديلي مان ورتائين. ست درجا پاس ڪرڻ کان پوءِ وڌيڪ تعليم نه ورتائين. جوانيءَ ۾ ڪيس مجازي عشق لڳو، جنهن کان پوءِ شاعري ڪرڻ لڳو. ان سلسلي ۾ فقير هدايت علي نجفي 'تارڪ' کي پنهنجو استاد ڪيائين، روحاني رهبر وري فقير خوش خير محمد هيسباڻيءَ کي ڪيائين.

دادن فقير هڪ ئي وقت ڪيترين ئي خوبين جو مالڪ هو. عوامي شاعريءَ ۾ علائقي اندر سندس ڪو ثاني نه هو. مزاحيه شاعر به حد درجي جو هو. شادي ڪا نه ڪيائين. شاعريءَ ۾ نظم، مرثيا، دوها، غزل، رباعيون، بيت، قطعا ۽ منقبتون چيون اٿس. ڪيس موسيقي جي به وڏي ڄاڻ هئي، ادبي محفلن ۾ ترنم سان ڳائيندو هو. آخري عمر ۾ بيماري سبب 18 آڪٽوبر 1979ع/ 26 ذوالقعد 1399هه تي راڌڻ اسٽيشن لڳ وفات ڪيائين. سندس قبر راڌڻ لڳ 'گهڙي پير قبرستان' ۾ آهي. سندس ڪلام، پهرين سندس هڪ مشتاق سلطان فقير سادي نموني ڇپايو هو، ان بعد روشني پبليڪيشن ڪنڊياري 'دادن فقير جو ڪلام' جي نالي سان ڪتاب ڇپايو ۽ تازو سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد به 'دادن فقير جو ڪلام' ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

**جهان آرا (ناول):** هيءُ ناول، سنڌي ٻوليءَ جي اوائلي ناولن مان آهي، جيڪو عبدالرزاق عبدالسلام ميمڻ 1931ع ۾ لکيو هو. موضوع ۽ اسلوب جي حوالي سان ادب ڏانهن ابتدائي لاڙو پيدا ڪرڻ ۾ هن ناول پڙهندڙن ۾ اتساهه پيدا ڪيو هو. ڪيترن نسلن تائين نصابي ڪتاب جي حيثيت ۾ پڙهائبو رهي ٿو ۽ اڄ به هيءُ ناول ٻارهين سنڌيءَ جي نصاب ۾ شامل آهي. هي ڪتاب پندرهن بابن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ ٻن معصوم ٻارن، جهان آرا ۽ جهان خان جي محبت جو قصو آهي. هن ناول ۾ مشرقي محبت کي چٽيو ويو آهي، پر ان ۾ ڪيترا غير حقيقي واقعا ۽ حقيقتون به شامل آهن، جيڪي ناول کي فني لحاظ کان ڪمزور ڪن ٿا. هن ناول جا هن وقت تائين 15 ڇاپا ڇپجي چڪا آهن. پهريون ڇاپو 1956ع ۾ ڇپيو هو ۽ هتي ڄاڻايل پندرهون ڇاپو سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شوري 2005ع ۾ ڇپايو آهي. ڪتاب جي قيمت 55 رپيا آهي.




**جهان آرا بيگم:** بيگم جهان آرا، شاهجهان بادشاهه ۽ ارجمند بانو بيگم (ممتاز محل) جي نندي ڌيءُ هئي، هوءَ 1023هه/ 1614ع ڌاري ڄائي. انهيءَ وقت جهانگير بادشاهه هندستان جي تخت تي هو جنهن ڏاڏيون خوشيون ڪيون. ڪيس نندي هوندي تعليم ڏيڻ لاءِ قابل ۽ تجربيڪار معلم چونڊي رکيا ويا. سگهو ئي هن قرآن شريف ۽ فقه جا ڪتاب پڙهي پورا ڪيا، ٿورن ورهين ۾ ئي عربيءَ ۾ چڱي مهارت حاصل ڪئي. هوءَ هميشه قرآن شريف ۽ حديث جا ڪتاب پڙهندي رهندي هئي ۽ عبادت ۾ به مشغول رهندي هئي، هن جي عبادت سبب شاهجهان جي ساڻس تمام گهڻي محبت هئي. جهان آرا بيگم فارسي ۽ عربي انشاء پردازيءَ ۾ ڏاڍي هوشيار هئي، ۽ گفتگو تمام مٺي ڪندي هئي، ترڪي ٻولي به ڄاڻندي هئي، شعر به چڱو چوندي هئي، جو اڪثر اخلاقي مضمون تي هوندو هو. هوءَ جيتوڻيڪ تربيت جي ڪري عالي دماغ ۽ ضدي هوندي هئي، ته به هلت تمام نياري هوندي هئس ۽ تمام سخي هوندي هئي. هيءَ پنهنجي ڀين ٽن ڀيڻن ۽ ڇهن ڀائرن کان گهڻين ڳالهين ۾ وڌيڪ هئي، تنهنڪري پيءُ ۽ ماءُ کي گهڻو وڻندي هئي. هن کي جيڪي قيمتي انعام ملندا هئا، سي هميشه هوءَ خير جي ڪمن ۾ خرچيندي هئي. سندس ماءُ سان محبت جو ثبوت اهو آهي ته جڏهن ارجمند بانوءَ وفات ٿي ڪئي، تڏهن بادشاهه کي وصيت ڪيائين ته منهنجي ملڪيت جو اڌ حصو جهان آرا بيگم کي ملي ۽ باقي اڌ ٻئي اولاد کي ورهائي ڏجي، پر اورنگزيب عالمگير، شاهجهان جي وفات کان پوءِ اها وصيت واري تقسيم، شرع جي برخلاف ڏيکاري، رد ڪري ڇڏي.

1052هه/ 1642ع ۾ جهان آرا جي سالگرهه جي ڏينهن آگري ۾ وڏو جشن ڪيو ويو. رات جو خوشي ڪندي، ٻانهين جي هٿن ۾ جيڪي شمعون هيون، تن مان جهان آرا بيگم جي ڪپڙن کي اوچتو باهه لڳي وئي، ۽ ڏاڍي ڏکيائيءَ سان محل جي ماڻهن اها باهه وسائي، ان ۾ چار نوڪرياڻيون سڙي ويون. خوشيءَ جي بدران، محل ۾ غم ۽ افسوس پئجي ويو. حڪيم اچي گڏ ٿيا. سٺ هزار روپيا بادشاهه خيرات ڪيا ۽ شهزاديءَ جي شفا لاءِ دعائون گهريون ويون. نيٺ پنجن مهينن کان پوءِ هوءَ چڱي ڀلي ٿي. انهيءَ وچ ۾ بادشاهه ڏاڍي فڪر ۽ انتظار ۾ رهندو هو ۽ اڪثر محل کان ٻاهر رهندو هو ۽ پيٽ ڀري ماني نه کائيندو هو. شهزاديءَ جي چڱيلائيءَ جي خوشيءَ ۾ بادشاهه وري ٻيو جشن ڪيو، جنهن مان نه رڳو فقير، پر امير، عالم ۽ فاضل به شاهي فيض کان بهره ياب ٿيا. شهزاديءَ کي سون سان توري، اهو سون مسڪينن ۽ محتاجن کي ڏنو ويو. انهن خوشين ۾ ڪُل اٺاسي لک رپيا خرچ ٿيا. هن منش الارواح نالي چشتي سلسلي جي بزرگن تي ڪتاب به لکيو. ان کان سواءِ هڪ ٻيو ڪتاب 'رسالہ صحابيہ' (42-1641) جي نالي سان به لکيائين، جيڪو گجرات جي ڪتب خاني ۾ موجود آهي. پاڻ آگري جي پرسان ٽري پوليا ۾ قلعي لڳ ڳاڙهن پٿرن سان مسجد به جوڙائي هئائين، جيڪا ان وقت جي پنجن لکن ۾ ٺهي هئي.

جهان آرا بيگم نه رڳو حسن ۽ جمال جي ڪري، پر عقلمنديءَ ۽ سياڻپ جي ڪري به ماڻهن کي موهي ڇڏيندي هئي. نه رڳو هندستان، پر سموري ايشيا کنڊ ۾ مشهور ٿي وئي. تن ڏينهن ۾ شهزادي اورنگزيب ڪا اهڙي هلت ڪئي، جنهنڪري بادشاهه مٿس گهڻو ڪاوڙيو، سندس جاگير ضبط ڪري ڇڏيائين. هن جي معافيءَ لاءِ وڏن اميرن عرض ڪيو، پر بادشاهه قبول نه ڪيو. نيٺ شهزاديءَ جي ماءُ ۽ محلات جي ٻين بيگمن، جهان آرا بيگم کي اچي منٿ ڪئي، تنهن وچي بادشاهه کي سفارش ڪئي، تڏهن مس مس عالمگير کي معافي ملي ۽ پنهنجي جاگير ۽ درجو مليس. انهيءَ احسان جو هو هميشه پاڻ تي حق سمجهندو هو ۽ شاهجهان جي وفات کان پوءِ هن جهان آرا بيگم کي ڪڏهن به تڪليف نه ڏني ۽ هميشه هن کي عزت آبرو ڏيندو رهيو.

جهان آرا بيگم جيتوڻيڪ عالي دماغ هوندي هئي، تہ بہ جڏهن ڪا غلطي ڪندي هئي، ان کي ترت تسليم ڪندي هئي.

جهان آرا بيگم 1 رمضان 1092ھ/ 5 سيپٽمبر 1681ع ۾ وفات ڪئي، ۽ نظام الدين اولياءِ جي درگاهہ سان لڳ دهليءَ ۾ هڪڙي قبي ۾ دفن ڪئي وئي. اها جاءِ هن پنهنجي مدفن لاءِ ٽي ڪروڙ روپيا ڏئي خريد ڪئي هئي. مگر عالمگير سندس مرڻ کان پوءِ بہ ڪروڙ زور زبردستيءَ ڦٻائي ويو. هن پنهنجي پيءُ سان آخري وقت تائين نظربنديءَ دوران آگري واري قلعي ۾ گڏ رهي سلڇڻي ڌي هجڻ جو ثبوت ڏنو.

جهان آرا جي قبر جي سيرانديءَ، سنگ مرمر جي تختيءَ تي، سندس هيءُ بيت لکيل آهي:

بغير سبزه نبوشد ڪسي مزار مرا،
ڪہ قبرپوشِ غريبان همين گياه بس است.

[ساوڪ کان سواءِ ٻيو ڪو بہ منهنجي قبر تي پوش نہ وجهي، ڇا ڪاڻ تہ غريبن جي قبر جو پوش بس اهو گاهہ ئي آهي.]

مرزا محمد علي ’ماهر‘، جهان آرا جي شان ۾ هڪڙي مثنوي لکي هئي، جنهن جي لاءِ هن کيس پنج سؤ پيا انعام ڏنو. انهيءَ مان هڪڙو بيت هي آهي:

بذاتِ او صفات ڪرد گارست،
ڪہ خود پنهان و فيضش آشڪارست.

[انهيءَ بيگم ۾ خدا واريون صفتون آهن، جو پاڻ لڪل آهي ۽ سندس فيض ظاهر آهي.]

**جهان بانو:** جهان بانو، اڪبر بادشاهہ جي پٽ مراد مغل جي ڌيءُ هئي. سندس شادي جهانگير جي پٽ شهزادي پرويز سان ٿيل هئي، جنهن مان کيس نادرا بيگم نالي ڌي هئي، جيڪا شاهجهان جي پٽ دارا شڪوه جي گهرواري هئي.

**جهان پور:** تعلقي گهوٽڪيءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جهان پور، ڄام محمد علي لکڻ، ماڇڪ ۽ پانڌي حجم، رمضان ماڇي ۽ محمد پريل.

- ساڳئي نالي سان ڳڙهي خيري ۾ بہ هڪ ديهہ آهي.

**جهان خان[1]:** تعلقي لکيءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ جهان خان نالي آباد آهي.

**جهان خان[2]:** تعلقي پني عاقل جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڀائي خان مهر، گنهوَر مهر، علي شير مهر، جيئند مهر، پير جواريو شاهہ، آچر شاهہ، محمد علي مهر ۽ پٽ لانڊي.

**جهان خان (ثاني):** جهان خان ثاني، عالم خان بهادر جو پٽ هو. عالم خان مير رستم خان ٽالپر جي فوج جو جرنيل هو ۽ سندس پٽ جهان خان ثاني بہ جرنيلن ۾ شامل هو. جڏهن ميرن شڪارپور جو شهر هٿ ڪيو، تڏهن عالم خان خيرپور جي ميرن طرفان اتي جو ناظم مقرر ٿيو. ڪرڙيءَ جي جنگ کان هڪ ڏينهن اڳ، شاهہ شجاع جي لشڪر سان وڙهندي عالم خان شهيد ٿي ويو. جهان خان ثاني پنهنجي پيءُ کان وڌيڪ بهادر مرد هو. هن جڏهن پنهنجي والد جي شهادت جو ٻڌو تہ هڪدم پيءُ جي قاتل حاجي هدايت الله خان تي لشڪر ڪشي ڪري، کيس قتل ڪري پيءُ جو پلاند ورتائين. ٻئي ڏينهن پنجاهہ سٺ بهادرن سان گڏ ڪرڙيءَ جي جنگ ۾ لهي پيو ۽ ٽالپرن طرفان شاهہ شجاع جي لشڪر سان خوب وڙهيو. بلوچن جي رسم موجب جهان خان ۽ سندس ساٿي هڪ ٻئي سان ڏانوڻن ۾ ٻڌجي، تلوارون هلائڻ لڳا ۽ دشمن جي فوج جا ڪيترائي ماڻهو قتل ڪرڻ ڪانپوءِ وڃي شهيد ٿيا. جهان خان جنگ ۾ زخمي ٿيڻ ڪانپوءِ بہ اٿي دشمن جي فوج تي حملا ڪيا تان جو ٽن سپاهين مٿس هڪ ئي وقت تلوارن جا وار ڪري کيس شهيد ڪري ڇڏيو. خيرپور جي نامور مرثيہ گو شاعر آخوند عالم ڪربلائي (مرزا مراد علي بيگ سائل جي شاگرد) ڪرڙيءَ جي جنگ تي لکيل فارسي مثنوي ’شاهنامہ‘ ۾ جهان خان ثانيءَ جي وڏي تعريف ڪئي آهي. ڪجهہ شعر هيٺ ڏجن ٿا:

جهان خان جهان را بہ حيرت فگند.
ڪہ بيخ درختِ خباثت بڪند.

[جهان خان جهان کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيو ۽ خبيثن جي وڻ جي پاڙ پٽي ڇڏيائين.]

چو حُرِّ شهيد از جهانِ فنا،
روان شد روانش بہ عالم بقا.

[هو فاني جهان مان حضرت حر شهيد وانگر ملڪ بقا ڏي روانو ٿي ويو.]

ميانِ شجاعان ماهِ لقا،
منورچون خورشيد شد در سها.

[هو بهادرن جي وچ ۾ چنڊ وانگر هو ۽ هميشہ سج وانگر روشن هوندو هو.]

**جهان خان ڪوسو ’مسڪين‘:** مشهور سماجي اڳواڻ. مسڪين جهان خان ولد بجار خان ڪوسو، 9 جولاءِ 1909ع تي ٿرپارڪر جي ڳوٺ سامي ويريءَ ۾ ڄائو. سنڌ جو مشهور سماجي ڪارڪن، خدائي خدمتگار ۽ ٿر جي عوام جو هڏ ڏوکي انسان هو. هن کي پوليس ۾ ملازمت هئي، جنهن کي 1937ع ۾ ترڪ ڪري، غريبن جي خدمت لاءِ پاڻ کي وقف ڪري ڇڏيائين. هو ٿرپارڪر جي گشتي تاريخ هو. جنهن پيٽ تي پٿر ٻڌي، سڄي حياتي ٿر جي غريب ۽ ابوجهہ ماڻهن جي خدمت ڪندي گذاري. هو اخبارن جي دفترن ۾ ذاتي طور وڃي صحافين کي ٿر جي مسئلن کان آگاهہ ڪندو هو. جڏهن ٿر ۾ ڏڪر پوندو هو تہ مسڪين جهان خان ٿرين کي وٺي اچي آفيسرن سان ملائيندو هو ۽ انهن جي امداد ۾ واهر ڪندو هو. دوائون، ڪپڙو ۽ اناج هٿ ڪري حقدارن تائين پهچائيندو هو. هو ٿر جي مسڪين ۽ اڻپڙهيل ابوجهن- مسلمانن توڙي ڀيلن، ڪولهين ۽ مينگهواڙن جا مسئلا حل ڪرائڻ لاءِ هر هنڌ حاضر رهندو هو. ڪورٽ هجي يا ٿاڻو، آفيس هجي يا زميندار جي اوطاق، هو هر جاءِ تي غريب ٿرين جي حقن لاءِ ويندو هو ۽ ڪم ڪرائڻ کان سواءِ اٿندو ئي نہ هو. مسڪين جهان خان ڪوسي جي شخصيت تي روينيو کاتي جي مختيارڪار محمد بخش مجنون مرحوم



هڪ ڪتاب 'مسڪين جهان خان کوسو' لکي، سندس سوانح حيات کي اجاگر ڪيو آهي. هي ڪتاب مسڪين جي حياتيءَ ۾ ئي ڇپيو هو. جيڪو سنڌي ادب ۾ سوانح عمريءَ جي صنف ۾ اهم حيثيت رکي ٿو.

ڪتاب 'مسڪين جهان خان کوسو' جو ليکڪ مجنون مرحوم مسڪين جي شخصيت جو نقشو چٽيندي لکي ٿو ته: "ڪروڙ، قد درمياني جسم جو جانٺو، موڪري مائيٽي منهن تي سفيد سهٽي ڇاپونئي سونهاري اڇي جهڙي ٻوهه. مٿو اڪثر اگهاڙو. ڪڏهن ڪڏهن سياري ۾ مُلن واري برقي ٽائيپ ٽوپي يا اونهاري ۾ ڪجيءَ واري مولانا پاشاني ٽوپي. مليشيا جا ڪپڙا، سي به ميل ۾ ڪِڄ. هڪ دفعو پائڻ کان پوءِ سج ڪٽي يا ٻج ڪٽي. پاٿيهي ڳري سڙي پنهنجي جان ڇڏائن ته واهه. نه ته هيو ٿيو خير. ساڄي ڪلهي تي پنارڪ ڪتابن ۽ اخبارن جي، ڪاهيءَ ڪڇ ۾ به ٿي سير اخبارن جو پلندو. هٿ ۾ مس ڪپڙيءَ ڪڙين ۾ پيچي سپاٽا ٿي ويل سليپرن سان ڪرٽ ڪرٽ ڪندو. مٿيءَ جي اڻ مٽي ڪِهَ اڏائيندو. ٽرين جا ولرن جا ولر پويان لايو. ڪنهن آفيس ڏانهن واڪيندي ڪو ماڻهو ڏسو ته پڪ سمجهو اهو مسڪين جهان خان کوسو آهي".

مسڪين جهان خان مهينن جا مهينا مسڪينن جي مدد لاءِ گهر کان ٻاهر رهندو هو. پوءِ پلي ته ٻچا پيا سندس صورت لاءِ ترسن. سندس گهر موٽڻ جو سبب مٽ مائٽ جو موت يا زوريءَ غريبن جي گهيري مان ڪنيي ڪٽي اچڻ هوندو هو. ورنه پاڻمرادو موٽڻ مشڪل هوس. سندس سماجڪ سڌار جذبو پڇاڙيءَ تائين قائم رهيو. پڇاڙيءَ ۾ هڪ ڏکهي بيماريءَ ۾ مبتلا ٿي پيو. جنهنڪري 23 جولاءِ 1980ع تي ڄامشوري اسپتال ۾ وفات ڪيائين. ڪيس زندگيءَ ۾ ته سک نصيب ڪو نه ٿيو. پر مرڻ وقت به سندس ڪو اوهي واهي نه ٿيو. اها ڪيڏي نه قومي بي حسي آهي. جو پورا ٻه ڏينهن سندس لاش اسپتال جي سردخاني ۾ پيو رهيو. آخر ڊاڪٽرن جي ذاتي ڪوششن سان سندس لاش ٿرپارڪر جي انتظاميا تائين پهچايو ويو ۽ 25 جولاءِ 1980ع تي ننگرپارڪر جي پرسان ديسين جي قبرستان ۾ گوڙدرو نئن جي ڪاپي ڪناري ۽ ڪارونجهر جبل جي هنج ۾ دفن ڪيو ويو. مرحوم مسڪين جهان خان کوسي جي شاندار سماجي خدمتن جو پنهنجن ته قدر نه ڪيو. آمريڪن بائيو گرافيڪل انسٽيٽيوٽ 1996ع ۾ عالمي اوارڊ 'گولڊ رڪارڊ آف اچيومينٽ' لاءِ ڪيس حقدار قرار ڏنو ويو.

**جهانداد خان** (ليفٽيننٽ جنرل): سنڌ جو اڳوڻو گورنر جهانداد خان (مرحوم)، 1924 ۾ ڄائو. 1948ع ۾ آرٽلري ڪميشن پاس ڪري فوج ۾ شامل ٿيو ۽ ڪيترن ئي اسٽاف عهدن تي فائز رهيو. 1965ع ۾ ڪيس ليفٽيننٽ ڪرنل جي عهدي تي ترقي ڏئي مغربي پاڪستان جي گورنر جو ايڊمنسٽريٽر مقرر ڪيو ويو. جتي ڪيس سول انتظاميا جو وڏيڪ تجربو ٿيو. 1980ع ۾ ڪيس ليفٽيننٽ جنرل جي عهدي تي ترقي ڏئي ڪور ڪمانڊر



مقرر ڪيو ويو. 7 اپريل 1984ع ۾ ڪيس سنڌ جو گورنر مقرر ڪيو ويو. هن 1985ع ۾ فوج مان رٽائرمينٽ ورتي.

پاڪستان ۾ جمهوري حڪومت جي قيام کان پوءِ ٻيهر 29 ڊسمبر 1985ع تي سنڌ جو گورنر مقرر ٿيو. ڊسمبر 1986ع ڌاري ڪراچيءَ ۾ 'آپريشن ڪلين اپ' جي ناڪاميءَ کان پوءِ ڪانئس عهدي تان استعيفا ورتي، سندس جاءِ تي اشرف علي تابانيءَ کي 4 جنوري 1987ع تي سنڌ جو گورنر مقرر ڪيو ويو.

رٽائرمينٽ کان پوءِ هن الشفاء ٽرسٽ نالي هڪ سماجي اداري جو بنياد رکيو. جنهن جي پاران راولپنڊي، سکر ۽ خضدار ۾ اسپتالون کوليون ويون آهن. جتي غريب ماڻهن جي اکين جو مفت علاج ڪيو وڃي ٿو. هن 'پاڪستاني ليڊرشپ چئلينجز' (Pakistani Leadership Challenges) نالي هڪ ڪتاب به لکيو. جيڪو آڪسفورڊ يونيورسٽي پريس شايع ڪيو آهي. جهانداد خان 13 فيبروري 2011ع تي راولپنڊيءَ جي فوجي اسپتال ۾ وفات ڪئي.

**جهانگير بادشاهه** (Jahangir): هندستان جو مغل شهنشاهه نور الدين جهانگير، 17 ربيع الاول 977هه / 31 آگسٽ 1569ع تي فتح پور سڪريءَ ۾ پيدا ٿيو. هن جي ڄمڻ تي سندس پيءُ شهنشاهه اڪبر خوشيءَ ۾ وڏو جشن ملهائي، غريبن ۾ سامان ورهائي ڪيترن ئي قيدين کي آزاد ڪيو هو. سندس نالو بزرگ حضرت شيخ سليم جي نالي جي عقيدت ۾ شهزادو 'سليم' رکيو ويو. جڏهن جهانگير جي عمر چار سال، چار مهينا ۽ چار ڏينهن ٿي ته عالمن ۽ نجومين جي صلاح مشوري سان ڪيس پڙهڻ لاءِ ويهاريو ويو. مولانا مير ڪلال مروي، جيڪو پنهنجي دؤر جو وڏو عالم هو، جهانگير جو استاد مقرر ڪيو ويو. جڏهن جهانگير جي عمر 15 سال ٿي ته 993هه بمطابق 1585ع ۾ هن جي شادي رياست جي وڏي امير ۽ راجا ڀڳوانداس جي ڌيءَ سان ٿي. 994هه بمطابق 1586ع ۾ هن راجا اُديسنگهه جي ڌيءَ سان بي شادي ڪئي. راجا اُديسنگهه، راجا مالديو جو فرزند هو. جيڪو جاه، جلال ۽ شان، شوڪت ۾ سيني راجائن کان مٿانهون هو. هن جي فوج جو تعداد ايترو هو. جو اسي هزار سوار هر وقت تيار رهندا هئا. شهنشاهه جهانگير مرزا غياث بيگ جي ڌيءَ نورجهان سان به پيار جي شادي ڪئي. نورجهان جي سيني مٽن، مائٽن کي وڏا وڏا عهدا ڏنائين. هن نورجهان جي پيءُ مرزا غياث بيگ کي پڻ وڏي وڪيل جي عهدي تي مقرر ڪيو. نورجهان بيگم جو مٿس ايترو اثر هو. جو خطبي ڪانسواءِ باقي رياست جو سمورو ڪاروبار ان جي حڪم تي هلندو هو. هن جي نالي جو ڏاڪو هو ۽ فرمانن تي هيءَ تحرير هوندي هئي: 'حڪم علي العاليه نورجهان بيگم بادشاهه' آهستي آهستي شهنشاهه جهانگير حڪومت جون واڳون نورجهان بيگم جي حوالي ڪري ڇڏيون. جهانگير چوندو هو ته مون سلطنت نور جهان حوالي ڪري ڇڏي آهي، مون کي رڳو

سير شراب ۽ اڌ سير گوشت کانسواءِ ٻي ڪا بہ شيءِ نہ گھرجي. نورجهان ۾ ڪيترين ئي خوبيون هيون. ڪو بہ ضرورتمند سندس دروازي تان خالي نہ موٽندو هو. جهانگير جي اولاد ۾ ٻہ ڌيئرون بهار بانو بيگم ۽ سلطانہ النساءِ بيگم ۽ پٽن ۾ سلطان خسرو، سلطان خرم، سلطان پرويز، سلطان جهاندار ۽ سلطان شهريار شامل هئا.

جهانگير کي شهنشاھ اڪبر پنهنجو ولي عهد مقرر ڪيو هو. پر اقتدار ماڻڻ جي بيچينيءَ سبب هن 1599ع ۾ ان وقت بغاوت ڪئي، جڏهن شهنشاھ اڪبر حيدرآباد دکن ۾ مصروف هو. اڪبر پنهنجي موت جي بستري تي جهانگير جي جاءِ نشينيءَ جي توثيق ڪئي. جهانگير پنهنجي والد جون روايتون برقرار رکندي، ميواڙ جي راجپوت راجواڙي خلاف جنگ ڪئي، جيڪا 1614ع ۾ ڪن شرطن تي ختم ٿي. هن احمد نگر خلاف بہ مهمون جاري رکيون. پنهنجي پيءُ وانگر جهانگير ڪٽر مذهبي نہ هو. ان ڪري ئي هن عيسائين کي مسلمان عالمن سان سرعام مناظري ڪرڻ ۽ ماڻهن کي پيروڪار بنائڻ جي اجازت ڏني هئي.

1611ع کان پوءِ جهانگير پنهنجي فارسي زال مهر النساءِ (نورجهان)، سهري اعتماد الدولہ مرزا غياث بيگ ۽ سالي آصف خان جي اثر ۾ رهيو. هن شهزادي خرم سان گڏ 1622ع تائين سياست تي ڏاڍو ڇمائي رکيو. جهانگير جي آخري سالن ۾ نورجهان ۽ شهزادي خرم جي وچ ۾ ويڙھ ٿي. شهزادي خرم 1622ع ۽ 1625ع ۾ سرعام بغاوت ڪئي. 1626ع ۾ ڪجھ وقت لاءِ جهانگير نورجهان گروپ جي هڪ مخالف مهابت خان جي اثر ۾ بہ آيو.

جهانگير هندستان ۾ فارسي ثقافت کي وڌايو. هي فطرت پسند، انساني ڪردار جو ڳوڙهائيءَ سان پتو لڳائيندڙ ۽ فن جو ذوق رکندڙ هو. هن مصوريءَ جي فن جي وڏي سرپرستي ڪئي. جهانگير آڪٽوبر 1627ع تي ڪشمير کان لاهور جو سفر ڪندي وفات ڪئي.

**جهانگير بادشاھ جو مقبرو**: لاهور کان تقريباً ٽي ميل اتر طرف راوي درياھ جي ڪناري پرسان شاهدره ۾ جهانگير جو مقبرو هڪ اهم تاريخي عمارت آهي. جهانگير وصيعت ڪئي هئي تہ ڪيس نورجهان جي ’باغ دلڪشا‘ ۾ دفن ڪيو وڃي. ان وصيعت مطابق شاهجهان مقبرو ٺهرايو



لاهور پرسان جهانگير بادشاھ جي مقبري جو ڏيک

جيڪو ڏهن سالن ۾ مڪمل ٿيو. هن مقبري جون ٻاهريون ديوارون وڏيون ۽ ويڪريون آهن. وچ ۾ هڪ چبوترو ٺاهي مقبرو تعمير ٿيو. جيڪو بظاهر سادو آهي، پر ڏسڻ ۾ ڏاڍو خوبصورت آهي. ٻاهران کان مقبري جا چار ئي پاسا هڪجيترا آهن. چئني ڪُنڊن تي چار وڏا منارا آهن. حيرت جهڙي ڳالھ اها آهي تہ ڪهڙي بہ مناري تي چڙهجي اُتان بادشاهي مسجد لاهور جا صرف ٽي منارا نظر اچن ٿا. چوٿون منارو هن مقبري واري مناري پٺيان لڪي وڃي ٿو. اندر پنجن ڪمرن جون قطارون آهن. مرقد وارو ڪمرو وچ ۾ آهي. هي ڪمرو رڳو هڪ پاسي کان کليل آهي، باقي ٽن پاسن کان سنگ مرمر جي نفيس جارين سان بند ڪيو ويو آهي. قبر وارو پورو ڪمرو سنگ مرمر جو ٺهيل آهي، قبر جي چئني پاسي الله تعاليٰ جا نالا لکيل آهن. جڏهن تہ مهڙ واري پاسي کان آيتون لکيل آهن. تختي تي ”اعليٰ حضرت غفران پناھ محمد جهانگير بادشاھ 1037“ لکيل آهي. ماهرن جو چوڻ آهي تہ قبر تي گلڪاري، عقيق، لاجورد، سليماني، نيلم، مرجان ۽ ابرڪ وغيره جي قيمتي پٿرن سان ڪئي وئي آهي، مهاراجا رنجيت سنگھ سنگ مرمر جون نفيس جارين ۽ ٻيا قيمتي پٿر لهرائي دربار صاحب امرتسر جي سينگار ۾ استعمال ڪيا هئا. اصل مرقد تهہ خاني ۾ آهي، هن مقبري تائين پهچڻ لاءِ ٻنهي پاسي رستا، وچ ۾ نهر ۽ حوض ۽ پرپاسي ۾ خوبصورت گل ٻوٽا آهن. مقبري لاءِ هڪ وڏي زمين رکي وئي هئي ۽ 500 حافظ مقرر هئا، جيڪي واري واري سان قرآن پاڪ جي تلاوت ڪندا هئا. پاڪستان جي قديم عمارتن ۾ هن جهڙي عمارت جو مثال مشڪل سان ملي ٿو نہ رڳو اهو پر پوري ننڊي کنڊ جي عمارتن ۾ تاج محل، اڪبر ۽ اعتماد الدولہ جي مقبري کان پوءِ هن جهڙو ٻيو مقبرو نظر نہ ٿو اچي.

**جهانگير بدر**: مشهور سياستدان ۽ پيپلز پارٽيءَ جو اڳواڻ جهانگير بدر، 1948ع ڌاري لاهور ۾ پيدا ٿيو. هن پنجاب يونيورسٽيءَ مان بي. ڪام، ايم. ڪام، ايل. ايل. بي ۽ ايم. اي سياسيات جون ڊگريون حاصل ڪيون. تعليم مڪمل ڪرڻ کان پوءِ پنهنجي سياسي ڪيريئر جو آغاز 1969ع ۾ پنجاب يونيورسٽي اسٽوڊنٽس يونين جي اليڪشن ۾ حصو وٺي ڪيائين. پيپلز پارٽيءَ جي قيام کان وٺي اڄ تائين وفادار ميمبر جي حيثيت سان پارٽيءَ سان ڳنڍيل آهي. 1972ع ۾ لاهور ۾ وڪالت شروع ڪيائين ۽ پنجاب يونيورسٽيءَ ۾ ڪامرس جو جز وقتي ليڪچرار مقرر ٿيو. 1979ع ۾ شهيد ڀُٽي جي ڦاسيءَ کان پوءِ بينظير جو ساٿ ڏنائين. تحريڪ بحاليءَ جمهوريت (M.R.D) ۾ فعال ڪردار ادا ڪيائين. پيپلزپارٽي پنجاب جو صدر ٿيو. جنرل ضياءَ جي دور ۾ هر طرح جون تڪليفون ۽ مصيبتون برداشت ڪيائين. گرفتاري، نظربندي، جرمانا، ڪوڙا، جسماني تشدد، پر هن پارٽي جو ساٿ نہ ڇڏيو. نومبر 1988ع جي عام چونڊن ۾ لاهور مان قومي اسيمبليءَ جو رڪن منتخب ٿيو ۽ محترمہ بينظير ڀُٽو جي ڪابينا ۾ تعميرات سائنس ۽ ٽيڪنالاجي، پيٽروليم ۽ قدرتي وسيلن جو وفاقي وزير مقرر ٿيو. ان کان سواءِ 1994ع ۾ سينيٽ جو رڪن منتخب ٿيو. 2008ع جي عام چونڊن ۾ منتخب ٿي قومي اسيمبلي جو رڪن بڻيو آهي. هن وقت پيپلز پارٽيءَ جو مرڪزي سيڪريٽري جنرل آهي.



**جهانگير خان:** جهانگير خان اسڪوائش جو عالمي چمپيئن، 10 ڊسمبر 1963ع ڌاري ڪراچيءَ ۾ پيدا ٿيو. هن جي خاندان مان پهريان هاشم خان سڀ کان اول اسڪوائش راند جي ميدان ۾ پيرپاتو ۽ ملڪ جو نالو روشن ڪيو. ان بعد روشن خان، قمر زمان، طورسم خان ۽ جهانگير خان هن راند کي پيشو بڻايو. جهانگير خان پهرين ڪاميابي سيپٽمبر 1979ع ۾ سورنهن سالن جي عمر ۾ عالمي شوقيه چئمپين شپ کٽي حاصل ڪئي. هن پنهنجي اسڪوائش ڪيريئر ۾ ڇهه دفعا عالمي چئمپين شپ کٽي. هن ڏهن سالن تائين برٽش اوپن چئمپين شپ جهڙو عظيم انٽرنيشنل اعزاز لڳاتار کٽي هڪ نئون عالمي رڪارڊ قائم ڪيو. صرف 1985ع ۾ نيوزيلينڊ جي اڳوڻي عالمي چئمپين راس نارمن کان ۽ 1994ع ۾ سترهين عالمي اوپن اسڪوائش چئمپين شپ (ڪراچيءَ) جي فائنل ۾ پاڪستان جي جان شير خان جي هٿان شڪست مليس. ساڳئي سال 30 سالن جي عمر ۾ رٽائرڊ ٿي ويو. هو نه رڳو سافٽ بال اسڪوائش جو چئمپين رهيو، بلڪ هو آمريڪا ۾ ڪيڊنڊڙ اسڪوائش جو مقبول قسم هارڊ بال جو عالمي چئمپين به رهيو. صدارتي تمغہ حسن ڪارڪردگيءَ سان به نوازيو ويو. هن جي شاندار ڪارڪردگيءَ کان متاثر ٿي، ڪينيڊا جي هڪ اداري جهانگير جي لاءِ 'دي ڪانڪرر' (فاتح) جي نالي سان هڪ فلم پڻ ناهي آهي.



**جهانگير خان (ڪرڪيٽر):** جهانگير خان 1909ع ۾ پيدا ٿيو. هن اسلاميه ڪاليج لاهور مان گريجوئيشن ڪئي. 1932ع ڌاري انڊيا جي ڪرڪيٽ ٽيم سان گڏ انگلستان ويو. 1939ع تائين اُتي ئي رهيو. انگلنڊ ۾ رهڻ واري عرصي ۾ هن بي. ايچ. ڊي جي ڊگري حاصل ڪئي. ان کان سواءِ بئرسٽريءَ جو امتحان به پاس ڪيائين. هن پهرين ٽيسٽ ميچ آل انڊيا ڪرڪيٽ ٽيم جي طرفان 25 جون 1932ع ۾ انگلنڊ جي خلاف کيڏي. 1936ع ۾ ڪيمبرج يونيورسٽيءَ طرفان آل انڊيا ڪرڪيٽ ٽيم جي خلاف 1932ع ۾ لارڊ جي ميدان ۾ ڪيمبرج ۽ ايم سي سي جي مقابلي ۾ هن جي تيز رفتار بال هڪ اُڏامندڙ جهرڪيءَ کي ماري وڌو هو، اها جهرڪي لارڊز جي ميوزيم ۾ رکي وئي.

**جهانگير ڪرامت:** رٽائرڊ جنرل، جهانگير ڪرامت، 20 فيبروري 1941ع تي چائو نئشنل ڊفينس ڪاليج مان گرئجوئيشن ۽ بين الاقوامي تعلقات ۾ ماسٽرس آهي. پاڪ فوج ۾ سيڪنڊ ليفٽيننٽ طور 1961ع ڌاري شامل ٿيو هن آمريڪا جي فوجي اداري يو. ايس آرمي ڪمانڊ اينڊ جنرل اسٽاف ڪاليج، ليون ورٿ، ڪينساس مان اعلىٰ فوجي تربيتي ڪورس ڪيو.



ڪيريئر دوران هن ڊائريڪٽر جنرل ملٽري آپريشنز (DGMO)؛ ڪمانڊ II ڪارپس، ملتان؛ ۽ چيف آف جنرل اسٽاف جون ذميواريون به سرانجام ڏنيون. 1985ع کان 1988ع تائين سعودي عرب ۾ به 'انڊيپينڊنٽ آرمڊ برگيڊ گروپ' جي ڪمانڊر طور خدمتون سرانجام ڏنائين.

جنرل وحيد ڪاڪڙ جي مُدي پوري ٿيڻ تي اڳوڻي صدر فاروق احمد لغاري (مرحوم) جنرل جهانگير ڪرامت کي آرمي چيف جي ان عهدي تي مقرر ڪيو. جنرل (ر) جهانگير ڪرامت کي پاڪ فوج جو ڊسمبر 1995ع ۾ سربراهه مقرر ڪيو ويو ان دوران نومبر 1997ع ڌاري کيس جوائنٽ چيف آف اسٽاف ڪميٽيءَ جي چيئرمئن جي اضافي چارج به ڏني وئي. آڪٽوبر 1998ع ڌاري وزيراعظم نوازشريف جي دٻاءَ تي کيس رٽائر ڪيو ويو هي انهن چند فوجي سربراهن مان هڪ آهي، جن سويلين اختيارين سان اختلافن سبب استعيفائون ڏنيون. نومبر 2004ع کان جون 2006ع تائين جنرل ڪرامت آمريڪا ۾ پاڪستان جو سفير رهيو.

جنرل ڪرامت 1965ع ۽ 1971ع وارين پاڪ- ڀارت جنگين ۾ ڀرپور حصو ورتو. کيس پيشوراڻين خدمتن جي اعتراف ۾ 'نشان امتياز' به مليو آهي. هن وقت پنهنجي قائم ڪيل اداري 'اسپيئر هيڊ ريسرچ انسٽيٽيوٽ' جو ڊائريڪٽر آهي. هي ادارو پاڪستان ۽ افغانستان جي سياسي، سماجي ۽ معاشي مسئلن بابت تحقيق جو ڪم ڪري ٿو.

**جهانگير هاشمي:** شاهه جهانگير هاشمي، شاهه طيب جي اولاد مان هڪ وڏو شاعر ٿي گذريو آهي. مرزا شاهه حسن ارغون جي حڪومت جي ابتدا ئي ڏينهن ۾ خراسان کان سنڌ ۾ اچي بکر ۾ رهيو. تصنيف ۽ تاليف سان به شغف رکندو هو. 'تحفة الاصرار' جي جواب ۾ 'مظهر الآثار' ڪتاب لکيائين. 946هه/ 1539ع ۾ حجاز جي سفر تي نڪتو ۽ ڪيچ مڪران جي سفر دوران رستي تي وفات ڪيائين.

**جهان مخدوم سنڌي:** جهان مخدوم سنڌي وڏو عالم ٿي گذريو آهي، جنهن جو 'طبقات اڪبريءَ' ۾ ذڪر آيو آهي: "مخدوم جهان سنڌي درسيوستان است، از فعول علماء به زهد و تقويٰ ممتاز است" (مخدوم جهان سنڌي سيوهڻ ۾ رهي ٿو، وڏن عالمن مان آهي). هن لکيت مان معلوم ٿئي ٿو ته هيءُ بزرگ پنهنجي وقت جو معتبر عالم ٿي گذريو آهي.

**جهانيان خاندان (ڪتاب):** هي ڪتاب وي. جي مٽائيءَ جي سنڌي شعبي سنڌ يونيورسٽيءَ جي ڊگريءَ لاءِ پيش ٿيل مونوگراف (ٿيسز) تي مشتمل آهي. هي ڪتاب 'جهانيان خاندان' بابت پهرين تحقيقي ٿيسز آهي، جنهن جي متن ۾ سيد نجف علي شاهه 'ڪمتر' درستيون ۽ واڌارا ڪيا آهن. هي ڪتاب سترهن بابن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ شجرو جهانيان خاندان، اُڇ جو احوال، اُڇ جا پهريان ٽي بخاري اولياءَ، جهانيان خاندان گجرات ۾، شاهپور جهانيان جا پهريان پنج اولياءَ، سيد ويڏل شاهه، سيد فتح الدين شاهه، قطب علي شاهه 'قطب'، فقير روشن علي شاهه ۽ سندس ڪلام، سيد شمس الدين شاهه ۽ سندس ڪلام، سيد غلام شاهه ۽ سندس ڪلام، فقير هادي بخش شاهه ۽ سندس ڪلام، سيد غلام عباس شاهه ۽ سندس ڪلام، فقير مهدي شاهه، سيد منظور نقوي ۽ جهانيان خاندان جون

ٻيون شاخون شامل آهن. 250 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1972ع ۾، ٻيو ڇاپو 2003ع ۾ ڇپيو. جنهن جي قيمت 150 رپيا آهي. هن ڪتاب کي انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ يونيورسٽي آف سنڌ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

**جهانيان سيد**: سيدن جي هن خاندان جا ماڻهو سيد جلال الدين حسين سرخ پوش بخاريءَ جي پٽ احمد ڪبير ۽ ان جي پٽ جلال الدين مخدوم جهانيان جهان گشت جي اولاد مان آهن. جيڪي بخاري ۽ جهانيان سيد سڏجن ٿا.

**جهڙا گل گلاب جا** _ جلد 1-2 (ڪتاب): ’جهڙا گل گلاب جا‘ ڪتاب، ٻن حصن ۾، نامياري اديب ۽ اسڪالر غلام رباني آگري جي مختلف عالمن ۽ اديبن تي لکيل خاڪن تي مشتمل آهي. ڪتاب جي پهرين حصي ۾ ڇهن شخصيتن: علامه آءِ آءِ قاضي، عبداللطيف آگري، ڊاڪٽر عمر بن محمد




دائودپوٽي، عثمان علي انصاري، سيد ميران محمد شاهه ۽ پير حسام الدين راشديءَ جا خاڪا شامل آهن. ’جهڙا گل گلاب جا‘ (حصو پهريون) پهريون ڇاپو 1991ع ۾ ۽ ٻيو ڇاپو 2007ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ ڇاپيو آهي. هي حصو ڊيمي سائيز جي 280 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن جي قيمت 150 رپيا آهي. هن ڪتاب جي ٻئي حصي ۾ 17 شخصيتن: شيخ عبدالمجيد سنڌي، حاجي مولا بخش سومري، نواب نور احمد خان لغاري، مولانا غلام محمد گرامي، مولانا عبدالواحد سنڌي، ٻيڙي فقير ڪنير، مولوي حافظ عبدالحميد پٽي، رشيد ڀٽي، صديق سالڪ، ايڇ ٽي لئمبرڪ، محمد امين خان کوسي، مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ، پروفيسر سيد غلام مصطفىٰ شاهه، محمد ابراهيم جويي، شفيق الرحمان، مولانا غلام مصطفىٰ قاسمي ۽ غني خان جا خاڪا شامل آهن. هن ٻئي حصي جو پهريون ڇاپو 1991ع ۾ ۽ ٻيو ڇاپو 2007ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ پاران ڇاپيو ويو آهي. ٻئي حصي ۾ 230 صفحا آهن ۽ ان جي قيمت 150 روپيا آهي.

هن ڪتاب مان غلام ربانيءَ جي حسين نثري تحرير جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. جنهن ڇاڻايل شخصيتن جي خاڪا نگاريءَ جو نه رڳو حق ادا ڪيو آهي، پر هي ڪتاب ’خاڪا نگاريءَ‘ جي فن جو شاهڪار آهي.

**جهلم** (Jhelum): پاڪستان جو هڪ شهر، جيڪو جهلم نديءَ جي ڪناري تي آباد آهي.




جهلم نديءَ جي ٻئي پاسي پراڻو شهر چوٿين صدي ق.م ۾ سڪندراعظم جو قائم ڪيل ٻڌايو وڃي ٿو. آهي. ڪنهن دؤر ۾ هيءُ شهر لوڻ جي واپار جو مرڪز هو. پر هاڻي ڪاٺ جي مارڪيٽ ٻڻجي چڪو آهي. شهر جي صنعتن ۾ ٽيڪسٽائيل مِلون، آرا، نيوز پرنٽ پلانٽ، شيشي ۽ سگريٽن جون فيڪٽريون شامل آهن. 1867ع ۾ هن شهر کي ميونسپلٽيءَ جو درجو مليو. شهر ۾ قائم ڪيترائي سرڪاري ڪاليج پنجاب يونيورسٽيءَ سان ڳنڍيل آهن.

**جهلم ندي** (Jhelum River): جهلم ندي پاڪستان جي صوبي پنجاب جي ندين مان هڪ ندي آهي، جيڪا پنجند واري هنڌ سنڌو درياهه سان ملي ٿي.



جهلم نديءَ جو هڪ ڏيک

هيءَ ندي والاريل ڇمون ڪشمير جي ويرناگ واري هنڌ تان نڪري، پير پنچال جي جابلو سلسلي پرسان وهندي وولر ڍنڍ مان گذري ٿي. ڍنڍ کان اڳيان جهلم ندي ست هزار فٽ گهري کاهيءَ ۾ داخل ٿئي ٿي. آزاد ڪشمير جي ڇمونءَ وارن علائقن ۾ هيءَ ندي ڪشن گنگا درياهه ۾ ملي ٿي ۽ پوءِ ڏکڻ پاسي مُڙي آزاد ڪشمير ۽ سرحد صوبي وچ ۾ لڪير ٺاهي ٿي. هيءَ ندي پاڪستاني علائقي ۾ ڏکڻ واري پاسي، منگلا پرسان ميداني علائقن ۾ داخل ٿئي ٿي. جهلم شهر کان درياهه خوشاب طرف وڃي ٿي ۽ اتان ٻيهر ڏکڻ طرف مڙي تريمون پرسان چناب نديءَ ۾ شامل ٿئي ٿي. جهلم نديءَ جي جملي ڊيگهه 725 ڪلوميٽر آهي.

**جئہ پواڻي ڪلاڪار منڊل، احمد آباد**: 1965ع ۾ بريا ٽينڊڙ هن ناٽڪ منڊل جا بانيڪار چئن لال، ڀڳوان شرما، لڇمڻ جسوجا ۽ هري مستانا هئا. هن منڊل جو مکيہ ليکڪ ۽ هدايتڪار لڇمڻ جسوجا هو. سندس ناٽڪ ’قرباني‘، ’ڪاڪو ڪنجوس‘، ’امير غريب‘ هن منڊل طرفان پيش ٿيا. جن ۾ مشهور اداڪارن اداڪاري ڪئي. انهن ۾ پرشوتم، لچو ڏيواڻي، آسن ودياڻي، نانڪ ٻالاڻي، ٽڏل پياسي، ٽوپڻداس ڪشن پرتاب ۽ گورڌن شامل هئا.

**جئپور** (Jaipur): راجستان صوبي جي گاديءَ جو هنڌ ۽ هندستان جو پهريون رٿابندي سان اڏيل شهر جئپور، مهاراجا سوائي جئسنگهه (ٻئين) 1727ع ڌاري ٻڌايو هو. هي شهر ڪڇي راجپوتن جي ٻه گاديءَ جو هنڌ (1744-1699ع) رهيو آهي. سندن اصل گادي امبر ۾ هئي، جيڪو جئپور کان 11 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي آهي. هن شهر جي ٻَڌائڻ جو سبب راجپوتن لاءِ مرهٽن سان جنگيون ڪرڻ هو. مهاراجا هن شهر ٻَڌائڻ کان اڳ ۾ ڪيترن ئي شهري رٿابنديءَ جي ماهرن ۽ ملڪن، شهرن جي ٺهيل نقشن جو غور سان مطالعو ڪيو هو. خاص طور هن شهر جي رٿا وديادر ڇٽاچاريہ نالي وڏي عمارتساز ڪئي. 1727ع ۾ هن شهر جي اڏاوت شروع ٿي ۽ چئن سالن جي مختصر عرصي ۾ هن شهر جو وڏو حصو ٻَڌجي ويو. 1853ع ۾ جڏهن شهزادي ويلز هن شهر جو دورو ڪيو هو ته هن شهر کي سندس آجيان لاءِ گلابي رنگ سان ڇٽيو ويو هو. هتي سياحن جي اچ وڃ تمام گهڻي آهي.

جئپور جون گھٽيون سياحن جي هلچل سان ڀريل نظر اينديون آهن. ڇو ته هتي قديم آثارن جي تمام گھڻا موجود آهي. سندس خوبصورتيءَ سبب هن شهر کي ’گلابي رنگن جو شهر‘ سڏيو وڃي ٿو. ارڙهين صديءَ ۾ هي شهر ٻڌو ويو. جڏهن ته ترت ۽ تڪڙي ترقي سبب هن شهر جي 1900ع ۾ آبادي 160000 تي پهتي. هن شهر ۾ ڪيترين اسپتالون، ماربل توڙي ڌاتوءَ جون وڏيون صنعتون موجود آهن. هتي پهريون اسڪول 1868ع ۾ کليو. هن شهر ۾ سنسڪرت ڪاليج (1865ع)، گرلس اسڪول (1867ع)، ۽ ٽي ڪاليج ۽ ٻيا ڪيترا اسڪول ۽ ڪاليج به مهاراجا سوائي رام سنگھ ہئين طرفان کوليا ويا هئا. هتان جي گھڻي آبادي جين، مارواڙي ۽ ڪائستن جي آهي. هن وقت سوائي ڀواني سنگھ بهادر هتان جو مهاراجا آهي.


جئپور شهر جو هڪ ڏيک

راجستان صوبي جو هي شهر اتر ڊگھائي ڦاڪ تي "92 '26 ۽ اوڀر ويڪرائي ڦاڪ تي "82 '75 تي سامونڊي سطح کان لڳ ڀڳ 431 ميٽر اوچو آهي. جئپور ضلعي مان بِناس ۽ بگنگا نالي نديون گذرن ٿيون. هتان جي آبهوا معتدل آهي. سال ۾ مينهن جي شرح 650 ملي ميٽر آهي.

جئپور هنري توڙي جديد صنعتن جو گھر آهي. هتان سون، هيرا ۽ پٿر جا ٺهيل زيوَر ٻاهر دنيا توڙي ايشيائي ملڪن ڏانهن موڪليا وڃن ٿا.

**جئرام جوڳي** (مرلي وارو): جئرام ولد ڪارو جوڳي، عمرڪوٽ ۾ 1950ع ڌاري ڄائو. سندس ماحول ننڍپڻ ۾ نانگ ڦاسائڻ ۽ مرلي وڄائڻ وارو هو. چونڊُن ۾ رهندي نانگ ڦاسائيندي، سانگ




کندي جوانيءَ ۾ لونگ جوڳيءَ وٽ مرلي جي باقاعدي سکيا ورتائين ۽ عمرڪوٽ مان لڏي شيخ ڀرڪيي ۾ اچي ويٺو. جئرام جوڳي جڏهن مرلي وڄائيندو آهي ته ساحر لڳندو آهي، ماڻهو جهومي اُٿندا آهن. ونس نياز نوڙت ته فقيراڻي آهي، پر فن شاهي آهي، ريڊيو تي کيس ڪوثر ٻرڙي متعارف ڪرايو ۽ ٽي ويءَ تي عبدالڪريم بلوچ آندو. سندس شاگردن ۾ جمن، منو، سومار ۽ اِتڪا نات مشهور آهن. شاهه لطيف، قلندر شهباز ۽ ٻين سنڌ جي ميلن تي باقاعدي حاضري ڏيندو رهي ٿو. مرليءَ جون ڪلاسيڪل ڌنون ڪافي مشهور آهن.

**جئرام داس دولترام**: سنڌ هند جو برک سماج سيوڪ، عالم، تاريخدان ۽ سياستدان، جئرام داس دولترام، حيدرآباد جي پڙهيل ڳڙهيل عامل خاندان ۾، 21 جولاءِ 1889ع ۾ ڄائو. جئرام داس جي والد جو نالو دولترام ۽ والده جو نالو وشني ٻائي هو. جيڪا هڪ پڙهيل ڳڙهيل ۽ ڌرمي خيالن جي عورت هئي. جئرام داس کي هڪ ڀاءُ ڄيٺمل دولترام نالي به هو.

جئرام داس کي ننڍي هوندي کان ئي لکڻ پڙهڻ طرف لاڙو هو. ان ڪري شاگرديءَ واري زماني کان ئي ادب ۽ سياست سان گھرو چاهه ۽ دلچسپي رکيائين. مهاتما گانڌيءَ سان کيس خاص لڳاءُ هو. جنهن ڪري اڳتي هلي ڪانگريس ۾ شامل ٿيو ۽ پڇاڙيءَ تائين ڪانگريس سان لاڳاپيل رهيو. سنڌ ڪانگريس ڪميٽيءَ جو ڪرتا ڌرتا هوندو هو ۽ پروفيسر گھنشيام داس، ڊاڪٽر چوئٿرام گدواڻيءَ سان گڏ سنڌ ڪانگريس جي ٽمورتيءَ جو اهم رڪن ليکبو هو. جئرام داس ’هندو‘ اخبار جو ايڊيٽر به رهيو، جڏهن 21-1920ع ڌاري ’اسهڪار هلچل‘ (تحريڪ عدم تعاون) دوران ’هندو‘ اخبار تي بندش پئي ته وڏو گوڙ ٿيو. جنهنڪري ان جي ايڊيٽر جئرام داس دولترام کي ٽن سالن لاءِ جيل موڪليو ويو ۽ هن جيل وڃڻ کي قومي ڪارنامو سمجھيو. جئرام داس دولترام، موتي لعل نهروءَ جي ’سوراج پارٽيءَ‘ جي پليٽفارم تان 1926ع ۾، سنڌ مان ممبئي ڪائونسل لاءِ اميدوار بيٺو ۽ چونڊ کٽيائين. سندس مخالف اميدوار مکي هرڪشنداس سنڌ جو وڏو زميندار هو، پر هن کان چونڊ کٽي نه سگھيو. 1930ع ۾ ”لوڻ-ستياگرهه“ شروع ٿي ته ڪراچيءَ مان ڪيترائي سنڌي اڳواڻ ۽ ڪارڪن گرفتار ٿيا ۽ ڪورٽ ۾ پيش ٿي سزائون ڪاٽائون. انهن واقعن وقت ڪورٽ ۾ گڏ ٿيل ماڻهن کي ڇڙوڇڙ ڪرڻ لاءِ پوليس گوليون هلايون. جنهنڪري ٻه نوجوان شهيد ٿي ويا ۽ جئرام داس به زخمي ٿي پيو. کيس ٽنگ ۾ گولي لڳي.

ورهاڱي کان پوءِ جئرام داس هندستان حڪومت جي کاڌ خوراڪ کاتي جو وزير ۽ بهار ۽ آسام رياستن جو گورنر ٿيو. 1955ع کان وٺي آخري عمر تائين پنج ڀيرا راجيه سڀا جو ميمبر رهيو. هي اهو امن پسند سياستدان هو، جنهن 1965ع واري پاڪ-هند خلاف ٺهراءُ پاس ڪرايو هو.

جئرام داس دولترام قابل سياستدان هئڻ سان گڏ سنڌي ٻوليءَ جي پهرئين صف جي قلمڪارن ۽ عالمن مان هو. سائين جي. ايم. سيد سندس سياسي ۽ ادبي صلاحيتن جو وڏو معترف هو. جئرام داس دولترام کي مهاتما گانڌيءَ جي تحريرن: 'Collected Works of Gandhi ji' جي پهرئين ايڊيٽر (سمپادڪ) هئڻ جو به اعزاز حاصل آهي. جيئن جواهر لعل نهروءَ لاءِ چيو ويندو آهي ته جيڪڏهن هو سياسي ميدان ۾ ايترو مصروف نه هجي ها ته هو پنهنجي زماني ۾ انگريزي ٻوليءَ جي آڳرين تي ڳڻڻ جيترن اعليٰ اديبن ۾ شمار ڪيو وڃي ها؛ ساڳئي نموني جئرام داس دولترام پڻ سياسي سرگرمين ۽ سماجي ڪمن ۾ مصروف نه هجي ها ته هو سنڌي ٻولي، ادب، تاريخ ۽ تهذيب جي ميدان ۾ اجا به وڏيڪ ڪم ڪري سگھي ها. سنڌي ادبي حلقن ۾ جئرام داس جي معتبريءَ جو اهو عالم آهي، جو 1958ع ۾ جڏهن پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻيءَ جو ’شاهه جو رسالو‘ ڇپيو ته ان جو مهاڳ، جئرام داس دولترام لکيو. هن ئي سنڌ جي ادبي تاريخ ۽ تهذيب جي ڌارائن جو هند جي ادبي ۽ تهذيبي ڌارائن سان سنگم ڏيکاريندي لکيو ته: ”شاهه لطيف جي حقي جڳهه اتر پرديش جي ڪبير راجستان جي ميران ٻائي، مهاراشٽر جي

رامداس ۽ تُڪا رام، بنگال جي چينيه ديو آسام جي شنڪر ديو، گجرات جي نرسي مهتا جهڙن نامور سنت ڪوين، ڏٺيءَ جي نماڻن ڀڳتن ۽ درويشن جي قطار ۾ آهي."

جئرام داس دولترام، پهريون شخص هو جنهن شاهه لطيف کان اڳ جي سنڌي شاعر پراڻ ناٿ کي آشڪار ڪيو. ان ڏس ۾ مشهور لسانيات جي ماهر ليلي رُچنداڻيءَ 'جهولي لال'، جي 10 سيپٽمبر 1996ع واري پرچي ۾ لکيو ته: "شري پراڻناٿ جي واڻيءَ جي پهرين ڄاڻ جئرام داس سرڳواسي، بولچند راجپال جي سمپادڪيءَ (ايڊيٽريءَ) هيٺ نڪرندڙ 'سنڌُو' مخزن جي اپريل 1967ع واري اَنڪ (شماري) ۾ ڏني هئي. ليڪن جهمون جهڳاڻيءَ پنهنجي ڪتاب 'سوامي پراڻناٿ جي سنڌي واڻيءَ' ۾ يا ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي، ان ڪتاب ۾ پنهنجي مهاڳ ۾ ان جو ذڪر ڪونه ڪيو آهي."

جئرام داس کي تحقيقي ڪم سان ابتدا کان وٺي شوق هو. پهريون ڀيرو جيل کان نڪرڻ کان پوءِ، 1924ع ڌاري مئي مهيني ۾، شهدادپور (سنڌ) پاسي کيس هڪ سُرندائي گڏيو هو. جنهن کان هن 'ڏيپچند ۽ ڪوئل' جا بيت لکرائي ورتا هئا. جڏهن ورهين پڄاڻان اهي پراڻا نوٽبڪ اٿلائڻ جو موقعو مليس ته "سنڌيءَ جي ڪوئل؟ يارهين صديءَ جي پريم ڪهاڻي" مضمون لکي، ان ۾ هن قصي کي واقعاتي طرح سلطان محمود غزنويءَ جي دور جو ڄاڻايائين. پر شعر جي ٻوليءَ بابت راءِ ڏنائين ته اها بعد جي آهي. ائين هن ٻيا به ڪيترا تحقيقي مضمون لکيا، جن ۾: 'سنڌي ٻوليءَ جو اتهاس'، 'ٻه هزار سال پراڻو اکر (لفظ) اڳارو'، 'يارهين صديءَ جا اکر (لفظ)'، 'شاهه ڪريم ۽ لوڪ ڪهاڻيون'، 'سنت نجانند ۽ مهامتي پراڻناٿ'، 'شاهه عبداللطيف ۽ سندس رسالو'، 'سنڌي لپيءَ جو اتهاس'، 'راجا ڏاهر جي شادي': 'ڏاهر لاڏي'، 'الهندي سوراشٽر ۾ سنڌين جو راڄ'، 'اپيچند ۽ سرمد'، 'ٽنگر، ممت ۽ ڏونگر' وغيره اچي وڃن ٿا. جيڪي روزاني 'هندستان' ۽ هفتيوار 'هندواسيءَ' ۾ ڇپيا. انهن ليکن مان ڪجهه چونڊ مضمون 'سنڌ جي ڪوج' (1993ع) نالي ڪتاب ۾ شايع ٿيا. اهي ۽ ٻيا ڪجهه مضمون گڏائي نوجوان اديب رکيل مورائيءَ جي ترتيب سان سنڌي ٻولي اٿارٽيءَ، جئرام داس دولترام جو ڪتاب 'سنڌي ٻولي ۽ لپيءَ جو اتهاس' (2009ع) نالي سان ڇپايو آهي. دادا جئرام داس دولترام، مهاتما گانڌيءَ، سردار پٽيل ۽ ٻين شخصيتن تي به ڪيترائي مضمون لکيا هئا.

دادا جئرام داس دولترام جو سنڌي ٻوليءَ کي ڀارتي آئين جي اٺين شيڊيول ۾ 'قومي ٻولي تسليم' ڪرائڻ ۾ به وڏو ڪردار رهيو آهي. جيتوڻيڪ هو سنڌيءَ جي ديوناگري لپيءَ جو حامي ۽ ۽ اڪثر سنڌي اديب ڪيرت ٻاٻاڻي، اي. جي اتم، گوبند مالهي، موهن ڪلپنا، موتي پرڪاش، ڪرشن راهي، پوپٽي هيرانندڻي ۽ ٻيا سنڌيءَ جي موجوده عربي لپيءَ جا حامي هئا، پر انهن سنڌي اديبن جي تاريخي جدوجهد سان گڏ جئرام داس جي ڪردار کي به وساري نه ٿو سگهجي، جنهن لپيءَ جي جهڳڙي کي هڪ پاسي رکائي، حڪومتي ڌرين کي راضي ڪري ورتو ته سنڌي ٻوليءَ کي سرڪاري ٻوليءَ جو درجو ملڻ گهرجي.

جئرام داس دولترام کي سنڌ جي تاريخ، سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب سان وڏو عشق هو. اهڙي لکپڙهه سائين جي. ايم. سيد جي ڪتاب 'ڪجهه خط' ۽ سائين جي. ايم. سيد جي لائبريريءَ ۾ موجود جئرام داس جي خطن جي فائيلن ۾ موجود آهي. جئرام داس دولترام جو هيري ٺڪر جي ڪتاب 'قاضي قادن جو ڪلام' تي لکيل مهاڳ به هڪ عالمانه مهاڳ آهي. هن جا صحبتي يا سهيوگي: سنڌ جا عظيم شخص چيئمل پرسرام، جي. ايم. سيد، ڊاڪٽر چوئٿرام گدواڻي، دادا شيوڪ ڀوڄراج، لعلچند امر ڏنومل، ليلا رام وطڻ مل، پروفيسر گهنشيام داس هئا. هن جو سنڌ ۽ هند جي سياست ۾ اهم ڪردار هو. سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ جي هن عاشق ۽ عالم دادا جئرام داس دولترام، پهرين مارچ 1979ع تي 90 سالن جي عمر ۾ وفات ڪئي.

**جئسنگاڻي**: جئسنگهاڻي ذات جا هندو گهٽي ڀاڳي لاڙڪاڻي ضلعي ۾ رهن ٿا. اصل راجپوتانا کان آيا هئا. جڏهن 12-1811 ۾ راجپوتانا ۾ سخت ڏڪار پيو هو ته اهي سنڌ ۾ آيا ۽ ڳوٺ طيب تعلقي رتيديري کان ڏيڍ ڪوهه پرپرو خانواهه ۾ زمينون خريد ڪري هني ٻارو ڪرڻ لڳا. 1850ع ڌاري خانواهه ۾ ٻوڏ آئي ته منجهانئن ڪي رتيديري ته ڪي ڳوٺ طيب ۾ زمينداري ڪرڻ لڳا. ائين جئسنگهاڻين جون ٻه شاخون ٿيون، هڪ رتيديري وارا جئسنگهاڻي ۽ ٻيا طيب وارا جئسنگهاڻي. هي ميرن جي صاحبيءَ ۾ سنڌ ۾ آيا هئا.

**جئسنگهاڻي، شيام**: ناميارو ڪهاڻيڪار، ناول نگار، نقاد، شاعر، شيام جئسنگهاڻي، 12 فيبروري 1937ع تي ڪوئيٽا، بلوچستان ۾ ڄائو. جو اُتي سندس والدين رهائش پذير هئا.



برصغير جي ورهاڱي کان پوءِ هندستان لڏي ويو. تعليمي حوالي سان بي. اي (آنرز) ايڪانامڪس ۾ ڪرڻ کان پوءِ فوٽوگرافيءَ ۾ ڊپلوما ۽ سول ڊرافٽس مين شپ ۾ ڊپلوما ڪيائين. هڪ وڏي عرصي تائين ساهتيه اڪيڊمي رسالي جو ايڊيٽر رهيو. شيام جئسنگهاڻي افسانوي ادب (Fiction) جو تمام وڏو نالو آهي. هڪ ئي وقت ڪهاڻيڪار، ناول نگار، ناٽڪ نويس، شاعر ۽ نقاد طور سندس سنڌ ۽ هند ۾ وڏي مڃتا رهي آهي. هو افسانوي ادب ۾ نه رڳو جديديت جو قائل رهيو، پر هڪ ٽرينڊ سيٽر (Trend Setter) به رهيو آهي. شيام روايت ٽوڙ ڪهاڻيڪار هو. جنهن اسلوب توڙي مواد (Style & Contents) ۾ وڏا تجربا ڪيا. وٽس جمالياتي حِس ۽ آرٽ جو حسن هو. پر هن پاڻ کي غلاظت (Vulgarity) کان هميشه پري رکيو. هن جو لهجو ڪٿي ڪٿي کهرو محسوس ٿئي ٿو ڇاڪاڻ ته هُو سماج جو وڏو تنقيدنگار اديب رهيو آهي. هُن هڪ هنڌ لکيو آهي ته: "مان ڪوي ناهيان، مون زندگيءَ جي اونده کي، من جي انڌيارين غفائن کي ۽ اندرينءَ دنيا کي فڪشن ذريعي ڇنڻ چاهيو آهي."

شيام هڪ سلو ايڊيٽر به رهيو آهي، ڪهاڻين ۽ شخصيتن جا ڪيترا ڪتاب ۽ رسالن جا خاص نمبر ترتيب ڏنائين. جديد سنڌي تنقيد ۾ سندس نالو نهايت مٿانهون رهيو آهي. هن سنڌي ڪهاڻيءَ تي نه رڳو سگهاري تنقيد ڪئي آهي، پر تنقيدي مضمونن تي مشتمل هڪ ڪتاب به ترتيب ڏنو آهي.

شيام جئسنگهاڻيءَ جي ڪهاڻين، ناولن، شاعريءَ، تنقيد بابت طبعزاد، ترجمي ۽ ترتيب ڏنل ڪتابن جي فهرست هن ريت آهي:

(1) ڪچا ڌاڳا (ناول: 1966ع)، (2) ناريءَ جو ملهه (شرت چندر چٽرجي: ترجمو: 1966ع)، (3) ننگو آسمان (ڪهاڻيون: 1967ع)، (4) ڪنڌهر (ڪهاڻيون ۽ ترتيب: 1968ع)، (5) ٿُونگو (ڪهاڻيون: 1970ع)، (6) نوان اُفق (جديد سنڌي ڪهاڻيءَ جي تنقيدي ڇنڊ ڇاڻ- ترتيب: 1975ع)، (7) ڪاهيءَ جي چؤطرف (ناول: 1976ع)، (8) اُفق جي دوري (ڪهاڻيون- ترتيب: 1977ع)، (9) وڇوٽيون (ڪوتائون/ شاعري: 1980ع)، (10) ميلن جو سفر (ڪهاڻيون: 1983ع)، (11) محاذ تي (ڪوتائون/ شاعري- ترتيب: 1983ع)، (12) ائون سُر (نامديو تاراچنداڻيءَ جون ڪهاڻيون- ترتيب: 1984ع)، (13) گوئاني منظر (ڪويتائون/ شاعري: 1987ع)، (14) آسانند مامتورا (ٽه ماهي 'رچنا' جو خاص پرچو- ترتيب: 1987ع)، (15) هڪ ٻيو ڏينهن (ڪهاڻيون: 1988ع)، (16) جڳت آڏواڻي (ٽه ماهي 'رچنا' جو خاص نمبر- ترتيب: 1989ع)، (17) زلزلو (ناٽڪ: 1992ع)، (18) چاني (سي. ٽي ڪانولڪر- ترجمو: 1993ع)، (19) ساهتڪار-90 (ساليانو نمبر- ترتيب: 1990ع)، (20) ساهتڪار-91 (ساليانو نمبر-ترتيب:1991ع)، (21) ساهتڪار-92 (ساليانو نمبر-ترتيب: 1992ع)، (22) ساهتڪار- 95 (ساليانو نمبر- ترتيب: 1995ع)، (23) ممبئي منهنجي (ڪوتائون/ شاعري: 1998ع)، (24) ڪرشن راهي ('ڪونج' خاص پرچو- ترتيب: 2001ع)، (25) زنده مڇي (ڪهاڻيون: 2002ع).

شيام کي فوٽوگرافيءَ سان وڏو شغف هو. سير سياحت به خوب ڪيائين. هند جي ڪنڊ ڪڙڇ گهمڻ سان گڏ ٻاهرين دنيا جا به ڪيترا ملڪ گهميو. هن 50 کان مٿي سنڌي ڪتابن جا ٽائيٽل ۽ ڊسٽ ڪور (Cover Jackets) ڊزائين ڪيا، جن ۾ سندس ڪتاب به شامل هئا.

شيام جئسنگهاڻيءَ جي شخصيت ۽ ادبي ڪم تي ڪيس ميجتا طور ڪيترائي اوارڊ مليا. جن ۾: (1) 'وڇوٽيون' ڪتاب تي نئين دهلي تعليم جي وزارت پاران 1981ع ۾ اوارڊ، (2) 'ميلن جو سفر' ڪتاب تي وزارت HRD طرفان 1986ع ۾ اوارڊ، (3) 'هڪ ٻيو ڏينهن' ڪتاب تي مهاراشٽر سنڌي ساهتيه اڪيڊميءَ طرفان 1990ع ۾ اوارڊ، (4) 'سي. ٽي ڪانولڪر' جي ڪتاب 'چاني' جي ترجمي تي 1995ع ۾ نيو دهلي ساهتيه اڪيڊميءَ طرفان اوارڊ ۽ 'زلزلو' ڪتاب تي 1998ع ۾ نيو دهلي ساهتيه اڪيڊميءَ طرفان اوارڊ وغيره. سنڌي ٻوليءَ جي هن خوبصورت فڪشن رائيٽر ۽ نقاد تي پوئينءَ عمر ۾ اڌ رنگ جو حملو ٿيو. باوجود اُن جي هن لکڻ نه گهٽايو. جڏهن محترمه بينظير ڀٽو کي اوندهه جي رکوالن شهيد ڪيو ته هن کي ذهني طرح وڏو صدمو رسيو ۽ هن هڪ پُراثر نثري نظم لکيو:

'........ ۽ ندي موٽي وئي'. جيڪو نظم، ثقافت کاتي سنڌ پاران رکيل موراڻيءَ کان ترتيب ڏياريل ڪتاب 'مان جي مُئس پنڌ ۾' (2010ع) ۾ ڇپيل آهي.

شيام جئسنگهاڻيءَ 2010ع تي پنهنجي ممبئيءَ واري گهر، 8- ڪمل ڦول سوسائٽي، ڪليڪٽرز ڪالوني، چئمبُور ۾ لاڏاڻو ڪيو.

**جيالوجي** (Geology): ارضيات/ ڀونءِ وديا، هي لفظ يوناني ٻوليءَ جي ٻن لفظن، Ge مان Geo ۽ Logy = ابياس آهي. جنهن جو مطلب آهي ڌرتيءَ جو ابياس. هن علم جو ابياس ڌرتيءَ جي اصليت ۽ خصلتون، انجي مادي ۽ تهن جي جوڙ ۽ ان ۾ تبديلين ۽ واڌاري جي تاريخ تي روشني وجهي ٿو. علميت جا ڪيترائي ٻيا شعبا آهن، جيڪي ملي هن شعبي جي مدد ڪن ٿا.

**مثال:** زمين جي ڳوڙهي ۽ سخت ساخت جي ڪيميائي جوڙ بابت 'Mineralogy' ۽ 'Petrology' وغيره جي مدد سان معلومات حاصل ڪجي ٿي. ٻرندڙ جبلن جي تفصيلي ڄاڻ حاصل ڪرڻ لاءِ 'Volcanology' ۽ زلزلن وغيره لاءِ 'Seismology' جيءِ ورق گرداني گهرجي ٿي. زمين جي قسمن کي سمجهڻ لاءِ انهن جي ترڪيب ۽ ترتيب سمجهڻ لاءِ 'Geomorphology' جو مطالعو ڪرڻو پوندو. آسماني جسمن جي ارتقا ۽ انهن جي عملي صورت سمجهڻ لاءِ 'Astrology' جي ابياس جي ضرورت آهي. اقتصادي پاسي کي سمجهڻ لاءِ ٻيون ڪيتريون شاخون آهن، جي گڏجي ارضيات جي گنجائش جو پورائو ڪن ٿيون. عمر جي حساب سان ڌرتي جا اوائلي ٽڪر (Rocks)، جيالوجي جي 'Precambrian' جڳهه سان واسطو رکن ٿا، جو اٽڪل ساڍا چار ارب سال بلڪ اُن کان اڳ سان واسطو رکن ٿا. جبلن ٺهڻ جي عمر اٽڪل 500 ملين سال سمجهي وڃي ٿي. هي عمل دنيا جي مختلف ڀاڱن ۾ مختلف وقتن تي شروع ٿيندو ۽ ڏايو ويو آهي.

**جيانتي ڪرپلاڻي** (Jayanti Kirplani): دنيا ۾ سالن کان امن، شانتي، من جي سڪون جو پيغام ڏيندڙ جيانتي ڪرپلاڻي، 1949ع ۾ پوني ڀارت ۾، حيدرآبادي عاملن جي هڪ سنڌي گهراڻي ۾ پيدا ٿي. سندس وڏا 1950ع



واري ڏهاڪي ۾ برطانيه لڏي ويا هئا، بنيادي طور سندس اباڻا حيدرآباد سنڌ سان تعلق رکن ٿا. 19 سالن جي ڄمار ۾ جيانتيءَ پنهنجي زندگيءَ جي مقصد جو تعين ڪري ورتو ۽ دنيا ۾ من جي شانتيءَ جو پيغام پهچائڻ جو عهد ڪيو. جيانتي ڪرپلاڻي هن وقت دنيا ۾ 'سِسٽر جيانتي' جي نالي سان مشهور آهي. جيانتي ڪرپلاڻيءَ دنيا جي ڪيترن خطن جو سير ڪري، پنهنجي مقصد جي پرچار ڪئي آهي. هن جو چوڻ آهي ته دنيا ۾ امن ۽ شانتي آڻڻ لاءِ سڀ کان پهرين انسان جي پنهنجي من جي شانتي ضروري آهي، تنهن کان پوءِ ئي دنيا ۾ بدلاءُ ممڪن آهي. سندس پيغام ۾ سماجي ۽ معاشي بهتريءَ جا ڏس ملن ٿا: هڪ استاد ۽ رهنما جي حيثيت ۾ جيانتي ڪرپلاڻي، سڀ کان پهرين پنهنجي ذات ۾ تبديلي آڻي، دنيا وارن کان تبديلي ۽ شانتيءَ جي اميد رکي ٿي. سندس نظريي مطابق هر هڪ ماڻهوءَ کي پنهنجي من کي صاف رکڻو پوندو، اهڙيءَ ريت هر ماڻهو پنهنجي من جي شانتي ڳولي لهندو، جنهن کان پوءِ دنيا ۾ امن قائم ٿي ويندو. اقوامِ متحده 1986ع کي 'بين الاقوامي امن جو سال' مڃيو. جيانتي ڪرپلاڻيءَ ان پراجيڪٽ جي سربراهي ڪئي، جنهن هيٺ 'The Million Minutes of Peace Appeal' جي عنوان سان هڪ شاندار سطح جو پروگرام ٿيو، جنهن ۾ 80 ملڪن جي ماڻهن دنيا ۾ امن قائم ڪرڻ بابت دعائون گهريون. ان پراجيڪٽ تحت 1.34 بلين منٽس کي رڪارڊ ڪيو ويو. سال 1988ع ۾ ان پراجيڪٽ کي وڌيڪ معياري ۽ بهتر بڻائي، هڪ ٻيو پراجيڪٽ 'Global Cooperation for a Better World' لنڊن شهر جي هائوس آف پارليامينٽ ۾ منظرعام تي آيو. جنهن ۾ 129 ملڪن مان آيل هزارين ماڻهن شرڪت ڪئي، جنهن

۾ بحث ڪيو ويو تہ دنيا کي ڪھڙيءَ ريت بهتر بڻائجي ۽ حقيقتن کي ڪيئن ڏسجي.

جيانتي ڪرپلاڻي، دنيا جي 100 ملڪن جا دورا ڪري چڪي آهي، جتي هيءَ دنيا ۾ امن، تعليم، صحت، قدرتي ماحول، دنيا جي مذهبن ۽ بين الاقوامي واسطن متعلق ليڪچر ڏئي چڪي آهي. اقوامِ متحده جي وفد جي نمائندگي ڪندي، هن 2002ع ۾ سائوٿ آفريقا جو دؤرو ڪيو ۽ سال 2005ع ۾ هن ميڊرڊ (اسپين) ۾ واپاري ماڻهن کي سنڌس ذميواري ۽ قدرتي ماحول بابت ليڪچر ڏنو. هوءَ لنڊن ۾ ٽيليويزن چئنلن تان 'من جي شانتيءَ' بابت ليڪچر بہ ڏيندي آهي. 2009ع ۾ سنڌ آئي ۽ پنهنجن اباڻن جا گهر گهاٽ ڏسڻ کان سواءِ هڪ سماجي تنظيم پاران سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ ۾ عالمي امن جي موضوع تي هڪ ليڪچر ڏنائين. جيانتي ڪرپلاڻي ڪيترن ڪتابن جي ليکڪا بہ آهي، ان کان سواءِ آڊيو ۽ ويڊيو رڪارڊنگ ۾ بہ امن ۽ ٻين موضوعن بابت پنهنجا ويچار ۽ پيغام رڪارڊ ڪرائي چڪي آهي.

**جيءَ اندر جنگ** (ڪتاب): هي ڪتاب تولارام ٻالاڻيءَ جو لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ جيءَ اندر پيدا ٿيندڙ خيال ۽ من اندر ٿيندڙ جنگ کي ڪيئن منهن ڏجي، تي مڪالماتي انداز ۾ بحث ٿيل آهي. هن ڪتاب جو 1910ع ۾ پهريون ڇاپو ڇپيو. جڏهن تہ ٻيو ڇاپو 1947ع ۾ 'ڪوڙو مل سنڌي ساهتيہ منڊل سڌار سڀا' ڇپائي پڌرو ڪيو. ڪرائون سائيز جي اُن ڪتاب ۾ 101 صفحا آهن ۽ هن جي قيمت 8 روپيا ڄاڻايل آهي.

**جيائو**: تعلقي ڪپري جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:
بخش ڀهوڙ (غلام محمد)، حاجي منا خان ڀهوڙ (حاجي سومر)، حاتم ڀهوڙ، عبدالواحد راڄڙ (حاجي ڪالو راڄڙ)، محمد عثمان، فتح الدين ۽ محمد صديق.

**جي. اي. رحيم**: پاڪستان پيپلزپارٽيءَ جي پهرئين سيڪريٽري جنرل جي. اي. رحيم جو اصل نالو جلال الدين عبدالرحيم هو. سندس جنم 1900ع ۾ ڪلڪتي ۾ ٿيو. هن ڪيمبرج يونيورسٽي (لنڊن) ۽ ميونخ يونيورسٽي (جرمني) مان اعليٰ تعليم حاصل ڪئي. ان کان پوءِ هن پنهنجي ڪيريئر جو آغاز انڊين سول سروس (آئي سي ايس) ۾ شامل ٿي وڏن عهدن سان ڪيو. 1947ع ۾ پاڪستان اچڻ جو فيصلو ڪيائين. پاڪستان طرفان مختلف ملڪن ۾ سفير ٿي رهيو. 1963ع ۾ جڏهن ذوالفقار علي ڀٽو پرڏيهي وزير هو تہ هڪٻئي جا گهرا دوست بنجي ويا. جڏهن 1967ع ڌاري ذوالفقار علي ڀٽي، پيپلز پارٽي قائم ڪئي ۽ ان جو باني صدر بڻيو تہ سيڪريٽري جنرل جي. اي. رحيم مقرر ٿيو. 1972ع ۾ پيپلز پارٽي اقتدار ۾ آئي تہ جي. اي. رحيم پيداوار کاتي جو مرڪزي وزير مقرر ٿيو. هن ملڪي صنعتن کي تيزيءَ سان قومي ملڪيت ۾ وٺڻ جي پاليسيءَ تي عمل درآمد ڪيو. اڳتي هلي، هن جا ڀٽي صاحب سان ڪن پاليسين تي اختلاف پيدا ٿيا. ڊسمبر 1974ع ۾ نہ رڳو وزارت کان ڌار ٿيو پر پيپلز پارٽيءَ جي سيڪريٽري جنرل جي عهدي تان بہ استعيفا ڏئي ڇڏيائين. جي. اي. رحيم 19 اپريل 1986ع ڌاري ڪراچيءَ ۾ وفات ڪئي.

**جي. ايم. پڳٽ**: گورڌن داس عرف جي. ايم پڳٽ ولد مولچند داس، 8 آڪٽوبر 1945ع تي ڳوٺ پڏيلي، تعلقي ۽ ضلعي عمر ڪوٽ ۾ پيدا ٿيو. پرائمري تعليم گورنمينٽ پرائمري اسڪول سيڊپور عمرڪوٽ مان حاصل ڪرڻ بعد مذهبي هندو شاسترن جي تعليم ورتائين. هن جي. ايم. سيد سان عقيدت طور پنهنجو نالو گورڌن داس مان متائي جي. ايم پڳٽ رکيو. سندس سڃاڻپ سياسي ڪارڪن طور گهڻي آهي. هن 1976ع ۾ جي. ايم. سيد جي قومپرستيءَ واري نظريي کان متاثر ٿي، جيئي سنڌ محاذ سان وابستگي اختيار ڪئي. پهريون ڀيرو سياسي قيديءَ طور 1986ع ۾ ڇهن مهينن لاءِ سب جيل عمرڪوٽ ۾ قيد رهيو ۽ 17 آڪٽوبر 1988ع تي ڪيس قانون لاڳو ڪندڙ ادارا کڻي ويا، ڇهہ مهينا گم رهڻ کانپوءِ آزاد ٿيو. 1987ع کان 1991ع تائين هو ٽائون ڪميٽيءَ جي ورڪس ڪميٽي جو چيئرمئن رهيو. 1990ع ۾ سنڌ قومي اتحاد جي ٽڪيٽ تان جنرل اليڪشن ۾ حصو ورتائين، جنهن ۾ مخالف اميدوار کان فقط 250 ووٽن تان هارائي ويو. 9 سيپٽمبر 2006ع تي هڪ دفعو ٻيهر ڳجهن ادارن هٿان گرفتار ٿيو. ان گمشدگيءَ خلاف ايڊووڪيٽ يوسف لغاريءَ سنڌ هاءِ ڪورٽ ۾ پٽيشن داخل ڪئي ۽ سپريم ڪورٽ ۾ بہ عاصمہ جهانگير، آصف بالادي ۽ چيتن بجير هن جي آزادي لاءِ پٽيشن داخل ڪئي هئي، جنهن کانپوءِ سپريم ڪورٽ جي حڪم تي ڪيس 11 آڪٽوبر 2007ع تي ظاهر ڪري قاسم آباد ٿاڻي تي، ڪنهن پراڻي ڪيس ۾ چالان ڪري، سينٽرل جيل حيدرآباد اماڻيو ويو. 28 جنوري 2009ع تي سيشن ڪورٽ حيدرآباد ڪيس ضمانت تي آزاد ڪرڻ جو حڪم ڏنو. جي ايم پڳٽ جو سياست ۾ آئيڊيل جي.ايم. سيد آهي. هن وقت عمرڪوٽ ۾ رهي ٿو ۽ سماجي خدمت سان گڏ ويدانتي تعليم ڏيئي رهيو آهي.



**جي. ايم. سليڊن**: جي. ايم. سليڊن، مير علي نواز خان ٽالپر جي دور ۾ خيرپور رياست جو وزير ٿي رهيو هو. هن کان اڳ، آءِ ايچ ٽاٽن خيرپور رياست جو پهريون انگريز وزير هو، جيڪو سنڌي ٻولي ڄاڻندو هو. هن جي مقرري 1930ع ۾ ٿي هئي ۽ ٻن سالن جي وزارت کان پوءِ استعيفا ڏئي واپس پنهنجي ڏيهہ هليو ويو. ٽاٽن جي وڃڻ کانپوءِ هڪدم 1932ع ۾ جي. ايم. سليڊن خيرپور رياست جو وزير ٿي آيو. جنهن مير علي نواز خان ٽالپر سان آخري دم تائين دوستيءَ جو ناتو نڀايو. سليڊن خيرپور رياست جو 1937ع تائين ڪامياب وزير رهيو. هن خيرپور رياست ۾ ڪافي سڌارا آندا ۽ گهڻي کان گهڻي غير آباد زمين کي آباد ڪرائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. هن جي دؤر ۾ پنجاب جا ڪافي ماڻهو اچي خيرپور رياست ۾ اچي آباد ٿيا، جن ۾ ڪرل ۽ ٻيون ذاتيون شامل هيون. هيءُ 1935ع ۾ مير علي نواز خان ٽالپر وفات ڪئي، ان کان پوءِ بہ سال وزير رهيو ۽ 1937ع ۾ واپس ويو.



**جي. ايم. سيد:** سنڌ جي محب وطن قومي اڳواڻ، عالم ۽ اديب، جي. ايم. سيد جو شمار، ويهين صديءَ جي سنڌ ۾ ننڍي کنڊ جي اهم قومي سياستدانن ۾ ٿئي ٿو. جنهن جي ذڪر کان سواءِ جديد سنڌ جي تاريخ ڪنهن به صورت ۾ مڪمل نٿي ٿي سگهي. هن سڄي ڄمار پنهنجي تحريرن، عمل ۽ جدوجهد جي ذريعي سنڌ جي ماڻهن جي ذهني رهبري ۽ قومي اڳواڻي ڪئي.



جي. ايم. سيد جو پورو نالو سيد غلام مرتضيٰ شاهه ولد سيد محمد شاهه آهي، سندس والد بزرگوار انگريز دور جو هڪ ارڏو شخص ۽ زميندار ٿي گذريو آهي، جنهن تي سڄي عمر انگريزن جي ڪَڙي نظر رهي ۽ شهر ۾ هُن جي چُرپُر تي نظرداريءَ لاءِ چَٽِي پوليس مقرر ڪئي وئي هئي. سندس خاندان، ڪاظمي سيدن جي قبيلي مان، سنڌ جي مشهور مٽياري سيدن جي ميان پوٽي پاڙي جي سنائي شاخ سان تعلق رکندڙ آهي.

مٽياري سيدن منجهان ٽن شخصيتن جا سنڌ جي علمي ۽ ادبي تاريخ تي وڏا اثر رهيا آهن: هڪ سيد حيدر شاهه سنائي، جنهن سمن ۽ ارغونن جي دور ۾ مخدوم بلاول جي رهبريءَ هيٺ ميران محمد جونپوريءَ سان درياهي جنگ ڪري، کيس ڪابل ڀڄڻ تي مجبور ڪيو هو. ٻيو شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ وارو، سنڌي ٻوليءَ جو وڏو شاعر ٿي گذريو آهي ۽ ٽيون بزرگ شاهه عبداللطيف ڀٽائي هو، جيڪو سنڌ جي صدين جي ساڃاهه جو اهڃاڻ، سنڌ جي جديد قومي تشڪيل جي علامت ۽ سنڌ جو قومي شاعر آهي.

جي. ايم. سيد، سيد حيدر شاهه سنائيءَ جو چوڏهون نمبر سجاده نشين هو. سندس جنم اڳوڻي دادو ضلعي ۽ هاڻوڪي ڄامشوري ضلعي جي تاريخي شهر سن ۾، 17 جنوري 1904ع ۾ ٿيو. هي پنهنجي والد سيد محمد شاهه جو ٻيو نمبر فرزند هو، اڃا 16 مهينن جو مس ٿيو ته سندس والد، خانداني جهيڙي جي ڪري، 1 نومبر 1905ع تي شهيد ٿيو. سندس وڏي ڀاءُ سيد احمد شاهه 11 مهينن کان پوءِ 29 نومبر 1906ع تي وفات ڪئي. جنهن کان پوءِ هن ننڍڙي سيد کان سواءِ سڄي ڪُٽنب ۾ ڪو به مرد ماڻهو نه بچيو هو، جيڪو سندس سنڀال ڪري. اُن ڪري هن جي سنڀال سندس ٽن ڦُڦين، ٻن مائرن ۽ ڏاڏيءَ ڪئي. خاندان ۾ ملڪيت جي سنڀال لاءِ ڪو به مرد نه هئڻ ڪري، سندس سڄي ملڪيت اُن وقت جي ڊپٽي ڪليڪٽر، مرزا قليچ بيگ جي ڪوشش سان 'ڪورٽ آف وارڊس' جي سنڀال هيٺ، 1905ع کان 1921ع تائين رهي، جتان گذر معاش لاءِ معمولي رقم ملڻ سبب اڪثر ڪارا ڪمدار ۽ نوڪر (پگهار نه ملڻ ڪري) ڪم ڇڏي ويا.

سيد غلام مرتضيٰ شاهه جي خانداني صورتحال ڏسندي، ننڍڙي هوندي ئي شادي عزيزن مان سيد ميرحسن شاهه پاٽوٺيءَ جي نياڻيءَ، بيبي مريم سان، 20 اپريل 1910ع تي، ڇهن سالن جي عمر ۾ ڪرائي وئي، ان وقت سندس بيبيءَ جي عمر 9 سال هئي.

جي. ايم. سيد کي 01 جولاءِ 1910ع تي پرائمري اسڪول سن ۾ پڙهڻ لاءِ ويهاريو ويو. جتي ٻاراڻو پڙهيو. ان کان پوءِ سن جي ملا مڪتب ۾ قاضي فقير محمد وٽ پڙهڻ لاءِ ويهاريو ويو. پر ٿوري وقت بعد جنوري 1913ع ۾ ٻيهر سنڌي اسڪول سن ۾ ماستر ڏرمداس ڀاڳو مل وٽ پڙهڻ لاءِ ويهاريو ويو. ان بعد ماستر ريواچند وٽ پڙهيو. جتان چار درجا پاس ڪرڻ بعد هيڊماستر وسڻ مل ٻالچند وٽ پنج درجا پاس ڪري ڇهين ۾ آيو. شهر ۾ وڌيڪ تعليم جو انتظام نه هئڻ ڪري آخوند ميان سمن ولد محبوب ميمڻ وٽ قرآن شريف ناظره پڙهڻ وينو. ان سان گڏ فارسي ۽ عربي جي تعليم مولوي محمد هاشم احمد ميمڻ سن واري وٽ ورتائين. ان دوران ميان حامد علي ميمڻ هالاڻيءَ واري وٽ سن ۾ ڏيڍ سال تائين انگريزي پڙهيو ۽ ڪجهه وقت ماستر نارائڻ داس وٽ به انگريزي پڙهيو. ان بعد مولوي الهه بخش دادوءَ واري کي گهرائي، وٽس وڌيڪ عربي تعليم حاصل ڪيائين. ان ننڍڙيءَ عمر ۾ ئي جي. ايم. سيد ڳوٺ ۾ عربي فارسي مدرسي جو بنياد وجهرايو ته جيئن سندس ساٿي به ساڻس گڏجي پڙهي سگهن. مدرسي ۾ مولوي محمد سيال دادوءَ واري وٽ پڙهيو ۽ پوءِ ڪوشش ڪري سن ۾ ٽي درجا انگريزي پڙهائڻ جو انتظام ڪرايائين. ان مان معلوم ٿئي ٿو ته هن ۾ ننڍپڻ کان وٺي سماجي خدمت ۽ تعليم لاءِ وڏو چاهه هو.

جي. ايم. سيد 15 سالن جي عمر ۾، 1919ع کان پنهنجي سماجي ۽ سياسي زندگيءَ جي شروعات ڪئي. سڀ کان اڳ هن سن شهر ۾ هڪ سماجي انجمن 'المسلمين' نالي قائم ڪري، ڳوٺ ۽ آسپاس ۾ سماجي سُڌارن جا ڪم شروع ڪيا، ماڻهن کي واپار ڏانهن مائل ڪيو ۽ پوليس بدران اوطاقن ۽ مسجدن ۾ سماجي فيصلن جو رواج وڌو.

7، 8، 9 فبروري 1920ع تي لاڙڪاڻي شهر ۾ پير تراب علي شاهه ۽ جان محمد جوڻيجي جي ڪوشش سان سنڌ خلافت ڪانفرنس ڪوٺائي وئي، جنهن جي صدارت پير رشدالله شاهه جهنڊي واري ڪئي، جنهن ۾ مولانا ابوالڪلام آزاد، مولانا شوڪت علي ۽ ٻيا اڳواڻ آيا هئا. جي. ايم. سيد به ان اجلاس ۾ مخدوم معين الدين ڪنيارين واري ۽ سيد اسدالله شاهه ٽکڙائيءَ سان گڏجي شريڪ ٿيو. ڪانفرنس کان موٽڻ بعد سن شهر ۾ 17 مارچ 1920ع تي حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جي صدارت ۾ خلافت ڪانفرنس ڪوٺايائين، جنهن ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌي، شيخ نور محمد، شيخ عبدالعزيز سکر وارو، مولوي محمد سليمان ٽرڙي محبت وارو ۽ ٻيا اڳواڻ شريڪ ٿيا. ڪانفرنس کان اڳ، انگريز ڪمشنر مسٽر ٽامس ناراضگيءَ جو اظهار ڪندي کيس چوائي موڪليو ته هو هن ننڍيءَ عمر ۾ سياست ۾ نه گهڙي ۽ ڪانفرنس ملتوي ڪرائي، ٻيءَ صورت ۾ سندس زمين ڪورٽ آف وارڊس ۾ هئڻ ڪري کيس ملندڙ رقم بند ڪئي ويندي. پر جي. ايم. سيد انڪار ڪيو ۽ ڪانفرنس ڪوٺايائين، جنهن ۾ ڪيترن مقامي زميندارن ڪمشنري درٻار جي ڪرسين ڇڏڻ جو اعلان ڪيو ۽ ترڪن جي حمايت ۾ ٺهراءَ پاس ڪيا. هن 19 مارچ تي ترڪن سان ناانصافين خلاف سڄي سنڌ وانگر سن شهر ۾ به مڪمل هڙتال ڪرائي. ان کان پوءِ هن 25 مارچ 1920ع تي مخدوم بلاول جي درگاهه تي سڏايل

خلافت ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪئي ۽ سنڌ اندر ٿيندڙ اڪثر ڪانفرنسن ۾ شريڪ ٿيندو رهيو.

انهيءَ دور ۾ جي. ايم. سيد جي مهاتما گانڌيءَ سان، 27 اپريل 1921ع تي سن ريلوي اسٽيشن تي ملاقات ٿي، جڏهن گانڌيجي، حيدرآباد کان دادو وڃي رهيو هو. 19 مئي 1921ع کان هن کاڌيءَ جا ڪپڙا پائڻ شروع ڪيا ۽ شهر ۾ کاڌي تيار ڪرڻ جا آڏاڻا قائم ڪرايائين. سنڌس اباڻي زمين ڪورٽ آف وارڊس ۾ هئڻ سبب سرڪار ناراض ٿي، جي. ايم. سيد جي گذرمعاش لاءِ مقرر رقم بند ڪري ڇڏي ۽ ڪيس سياست ۾ حصي نه وٺڻ جون ڌمڪيون ڏنيون، پر هيءُ نه مُڙيو ۽ 1923ع تائين ان ۾ حصو وٺندو رهيو. ڪيس ان ڏس ۾ معاشي ۽ سماجي طرح ڪافي تڪليفون آيون.

مارچ 1922ع ۾ هن مخدوم ظهيرالدين (هالا)، سيد حاجي اسدالله شاهه (ٽکڙ)، پير مولانا غلام مجدد سرهندي (مٽياري)، پير تراب علي شاهه راشدي ۽ ٻين سان گڏجي سنڌ جي سيدن ۽ پيرن جي فيڊريشن ٺهرائڻ جي تجويز تيار ڪئي، ته جيئن انهن مان بد رسمن، فضول خرچين، جهالت، مريدن کان نذر نياز وٺڻ ۽ سرڪاري لقب وٺڻ واريون بدعتون ختم ڪري سگهجن. ان ڏس ۾ سنڌ جي مٽياري سيدن جي پهرين ڪانفرنس 16، 17، 18 مارچ 1924ع تي سن ۾ سڏائي، انجمن سادات مٽياري قائم ڪرايائين.

جي. ايم. سيد جي زمين 8 اپريل 1924ع تي ڪورٽ آف وارڊس مان آزاد ٿي.

هن 18 ڊسمبر 1924ع ۾ حيدرآباد ۾ سر ابراهيم رحمت الله جي صدارت ۾ مرحوم نور محمد لاڪير، سيد ميران محمد شاهه، سر شاهنواز ڀُٽي ۽ ٻين جي مدد سان، سنڌ ايجوڪيشنل ڪانفرنس ڪوٺائي.

1 جون 1925ع تي جي. ايم. سيد تعلقي لوڪلبورڊ مانجهند جو ميمبر ۽ 4 جون 1925ع تي ضلعي لوڪلبورڊ ڪراچيءَ جو بنا مقابلي ميمبر چونڊيو ۽ اڳتي هلي 26 آڪٽوبر 1925ع تي ڪراچي ضلعي لوڪلبورڊ جو وائيس پريزيڊنٽ ۽ 29 نومبر تي تعلقي لوڪلبورڊ مانجهند جو پريزيڊنٽ به چونڊيو. هن خانبهادر ولي محمد حسن علي آفنديءَ کي اسڪول بورڊ ڪراچيءَ جو چيئرمئن ۽ شيخ عبدالحق کي جيڪب آباد مان گهرائي، ضلعي اسڪول بورڊ ڪراچيءَ جو ائڊمنسٽريٽو آفيسر ڪري رکايو ۽ ضلعي جي تعليم کي وڌايو. سن ۾ انگريزيءَ جا اي. وِي ڪلاس، ڇوڪرين جو اسڪول، نائيٽ اسڪول ۽ اسپتال قائم ڪرايائين ۽ اسٽيشن کان ڳوٺ تائين پڪو رستو ٺهرايائين.

اهڙيءَ طرح ضلعي لوڪلبورڊ ۾ رهي، ٿئي ۾ به تعليمي ۽ سماجي ڪم ڪرايائين. جي. ايم. سيد ڪراچي ضلعي (ان وقت ٺٽو ۽ دادو ضلعا اڃا نه ٺهيا هئا) جي آبادگار ۽ زميندار طبقي جي سُڌاري لاءِ ڪراچي ضلعي جي زميندار ۽ آبادگار ايسوسيئيشن ٺهرائي، جنهن جو صدر سيد حاجي عبدالرحيم شاهه سجاول وارو، جنرل سيڪريٽري محمد جعفر خواجو ۽ جوائنٽ سيڪريٽري جي. ايم. سيد ٿيو جنهن جي مکيه مقصدن ۾ سکر بئراج ٺهڻ کان پوءِ لووَر سنڌ جي آبپاشي بهتر بنائڻ لاءِ الڳ لووَر سنڌ بئراج ٺهرائڻ ۽ اڳين واهن جو سُڌارو ڪرائڻ شامل هو.

1926ع ۾ جي. ايم. سيد سيٺ حاجي عبدالله هارون کي هندستان جي مرڪزي اسيمبليءَ ۾ سنڌ مان ميمبر چونڊرائڻ ۾ مدد ڪئي.

1927ع کان هن سن شهر ۾ شاهه حيدر سنائيءَ جي ساليانې ميلي تي عام ماڻهن جي تعليم ۽ سماجي سُڌاري لاءِ ڪانفرنسن سڏائڻ جو رواج وڌو، جن ۾ وقت جا وڏا عالم شريڪ ٿيندا هئا. اهو سلسلو 1929ع تائين هليو، جنهن کان پوءِ ان کي ميران محمد شاهه جي مشوري سان شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ميلي تي 1930ع کان تبديل ڪيو ويو، جنهن اڳتي هلي ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز جي صورت حاصل ڪئي.

1928ع ۾ جي. ايم. سيد شاهه حيدر سنائيءَ جي ساليانې ميلي تي تعليمي ۽ سماجي ڪانفرنس سڏائي ۽ اُن موقعي تي سن پرائمري اسڪول لڳ ٺهرايل دروازي جو نالو "باب قليج" رکرايو، جنهن جو افتتاح ميران محمد شاهه ڪيو. ان ئي سال ميران محمد شاهه کي بمبئي ڪائونسل جي ميمبر چونڊائڻ ۾ مدد ڪيائين. ساڳئي سال هن جمشيد نسروانجي مهتا ۽ خانبهادر عزيز خان، ڊپٽي رجسٽرار ڪوآپريٽو سوسائٽيز سان گڏجي ڪوآپريٽو تحريڪ ۾ حصو ورتو ۽ ائين سالن تائين سنڌ ڪوآپريٽو بئنڪ جو ڊائريڪٽر ٿي رهيو. ساڳئي وقت سنڌ مدرسي بورڊ جو ميمبر، ڪانگريس ڪميٽي سنڌ جو صدر، سنڌ محمدن ائسوسيئيشن جو ميمبر، مسلم جمخاني ڪراچيءَ جو ميمبر ۽ ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جو ميمبر ٿي ڪم ڪيائين.

1928ع ۾ لوڪلبورڊ جو ٽرم پورو ٿيو ته نومبر جي نين چونڊن ۾ راءِ بهادر شيورام ڏيون مل جهڙي با اثر ماڻهوءَ جي مقابلي ۾ جي. ايم. سيد ضلعي لوڪلبورڊ ڪراچيءَ جو چيئرمئن چونڊيو. هن هڪدم ضلعي ۾ ڳوٺ سڌار پروگرام تيار ڪري، ماڻهن جي سڌاري ۽ حالتن جي جائزي لاءِ گشت ڪيو. ڪراچي ڳوٺ سڌار هلچل جو بنياد رکي، ڪراچيءَ جي ڳوٺن جي سروي ڪرايائين. ان سان گڏ اڇوتن جي ڀلائيءَ لاءِ به ڪم ڪيائين.

ان وچ ۾ 1928ع کان سنڌ جي بمبئيءَ کان آزاديءَ جي تحريڪ شروع ٿي ته سيد صاحب ان ۾ وڏيءَ سرگرميءَ سان حصو ورتو. ان ڏس ۾ ٽي اهم ڪانفرنسون: (1) ڪراچيءَ ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي صدارت هيٺ، (2) حيدرآباد ۾ علامه يوسف علويءَ جي صدارت هيٺ، ۽ (3) ڪراچيءَ ۾ سر غلام حسين جي صدارت ۾ ٿيون، جن ۾ نه رڳو حصو ورتائين، پر سنڌ آزاد ڪانفرنس جي ورڪنگ ڪميٽيءَ تي به ڪم ڪيائين. سنڌ محمدن ائسوسيئيشن ۾ به ڪم ڪندو آيو. جڏهن انگريز سرڪار هندستان جي حالتن جي سڌاري لاءِ سر جان سائمن جي اڳواڻيءَ ۾ ڪميشن موڪلي ته جي. ايم. سيد ڪانگريس ۽ آزاد خيال سياسي ڪارڪنن سان گڏجي، 'گو سائمن گو' (Go Siman Go) تحريڪ ۾ وڌي چڙهي حصو ورتو.

10 جنوري 1929ع تي جي. ايم. سيد ڪراچي ضلعي ڪوآپريٽو انسٽيٽيوٽ جو بنياد وجهرايو. ان ئي عرصي ۾ ڪراچيءَ جي ڳوٺ سڌار جماعت ٺهرايائين. ڪوآپريٽو انسٽيٽيوٽ ۽ ڳوٺ سڌار جماعت جو صدر جمشيد نسروانجي مهتا ۽ جنرل سيڪريٽري پاڻ ٿيو. ان جو مقصد ڳوٺاڻا رستا ٺهرائڻ، زناني ۽ مرداڻي تعليم کي زور وٺرائڻ، مڪاني هنرن جي ترقي، صفائي ۽ صحت جو انتظام، سماجي سڌارا آڻڻ هو. 1929ع ۾ ئي

سيد صاحب ڪراچي ضلعي جي عورتن ۾ سماجي شعور، ٻارن جي سنڀال ۽ پرورش، داين ڪي ويم لاءِ تربيت ڏيڻ ۽ زالائن هنرن جي ترقيءَ وغيره لاءِ ’رورل وومين ويلفيئر ائسوسيئيشن‘ ٺهرائي، جنهن جي صدر مسز هومي مهتا ۽ سيڪريٽري رڪمڻي آڏواڻي ٿي. هي عورتون ميجڪ لينٽرن، دوائون ۽ رانديڪا کڻي ڳوٺن جي زالن سان رابطي ۾ آيون.

جون 1930ع ۾ ڪراچي ضلعي جي مالوندن جي ڪانفرنس ڪوٺائي سندن ائسوسيئيشن ٺهرايائين، جنهن جو جنرل سيڪريٽري جي. ايم. سيد ۽ صدر حاجي مير محمد بلوچ مقرر ٿيا. ان ئي عرصي ۾ ڪراچي ضلعي جي ميربحرن جي ايسوسيئيشن قائم ڪرائي، مڇي ۽ پَلي جا ٺيڪا، ميربحرن کي ڏيارائين ۽ سمنڊ جي مڇيءَ کي نيڪال ڪرايائين. 1930ع ۾ مدرسي هاشميه سجاول جو ٽرسٽي ٿي ڪم ڪيائين. 1930ع ۾ ئي ميرپورخاص ۾ جمشيد نسروانجي ميهتا، جيٺمل پرسرام، پرنسپال گوڪلي ۽ ٻين سان گڏجي ”سنڌ هاري ڪميٽي“ جو بنياد وجهرايائين، جنهن جو پهريون صدر پرنسپال جي. ايم. گوڪلي چونڊيو ۽ اُن جو سيڪريٽري جيٺمل پرسرام ۽ جوائنٽ سيڪريٽري شيخ عبدالمجيد سنڌي ۽ جي. ايم. سيد چونڊيا ويا. جي. ايم. سيد سنڌ هاري ڪميٽيءَ ۾ 1954ع تائين ميمبر طور ڪم ڪندو آيو. ٽيننسي ائڪٽ پاس ڪرائڻ کان وٺي هارين جي ڀلائيءَ لاءِ ڪيترا ڪم ڪيائين. ان عرصي دوران هو ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ ۾ به سرگرم رهيو. شاهه لطيف ۽ سچل سرمست بابت پروگرام ڪرايائين.

مئي 1930ع ۾ ڪراچيءَ ۾ پنهنجي بنگلي تي اهم قومي ڪارڪنن جي گڏجاڻي ڪوٺايائين، جنهن ۾ انگريزي اخبار ڪڍڻ جو سوچيو ويو ۽ هڪ وفد سان گڏ محمد علي جناح سان ملي ڪيس سنڌ جي بمبئيءَ کان آزاديءَ لاءِ گذارش ڪيائين. ان ڏس ۾ نومبر ۾ بي گڏجاڻي ڪوٺايائين، جنهن ۾ حاجي عبدالله هارون ۽ علامه آءِ. آءِ. قاضي شرڪت ڪئي.

1931ع ۾ خان عبدالغفار خان سان ڪراچيءَ ۾ انڊين نيشنل ڪانگريس جي اجلاس ۾ شرڪت ڪيائين ۽ خالق ڏني هال ۾ ’نوجوان ڀارت سڀا‘ جي پليٽفارم تان سخت تقريرون ڪيائين. 1931ع ۾ ئي سڀاش چندر بوس ۽ ڀڳت سنگهه جي يوٿ ليگ جو ميمبر ٿيو.

جي. ايم. سيد ڪمشنر گبسن جي سخت مخالفت جي باوجود ضلعي لوڪلبورڊ جي بلڊنگ ٺهرائي، جنهن ۾ اڄڪلهه ريڊيو پاڪستان ڪراچي قائم ٿيو. ڪراچيءَ کان حيدرآباد تائين رستو قائم ڪرايائين. ڪليڪٽر گبسن سندس سياسي ۽ سماجي سرگرمين کان تنگ ٿي، تعلقي ڪوٽڙيءَ کي 1 آڪٽوبر 1931ع تي ڪراچيءَ کان جدا ڪرائي، نئين ٺهرايل دادو ضلعي ۾ شامل ڪرايو. جنهن ۾ ڪوٽڙي تعلقو محال مانجهندن جي ايراضي ۽ لاڙڪاڻي ضلعي مان ميهڙ ڊويزن جا تعلقا، ميهڙ، ڪڪڙ، جوهي، دادو ۽ سيوهڻ ملايا ويا. پر نين چونڊن ۾ نه رڳو جي. ايم. سيد ضلعي لوڪلبورڊ ڪراچيءَ جو ميمبر چونڊجي آيو، پر ضلعي دادوءَ جو به ميمبر چونڊجي آيو جتي هن وائيس پريزيڊنٽ ٿي ڪم ڪيو. جڏهن ضلعي لوڪلبورڊ جي انجنيئر لاءِ مسٽر گبسن جي هڪ واسطيدار ڪرسچن اميدوار جي مقابلي ۾ جي. ايم. سيد، محمد هاشم گزدر کي چونڊائي، چارج وٺرائي ته ان تي ڪليڪٽر گبسن ناراض ٿي، محمد هاشم گزدر کي ڪڍڻ لاءِ جي. ايم. سيد تي زور ڀريو. پر هن انڪار ڪيو. جنهن تي ڪمشنر سرڪاري دٻاءَ ۽ لالچ ذريعي ميمبرن جي اڪثريت کي پنهنجي پاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر جي. ايم. سيد جرئت جو مظاهرو ڪندي، رولنگ ڏئي، ٺهراءَ کي قانوني حجت تي رد ڪري ڇڏيو. جنهن تي ڪليڪٽر لوڪلبورڊ جي سرڪاري گرانٽ بند ڪري ڇڏي. جيڪا جي. ايم. سيد پنهنجي دوستن ميران محمد شاهه، خان بهادر کهڙي ۽ سر شاهنواز ڀُٽي جي مدد سان نه رڳو بحال ڪرائي، پر هاشم گزدر جي مقرري به حڪومت کان منظور ڪرائي ورتي. ٽڪراءُ وڌي ويو. ان بعد سيد ڪلهم ڪلا نه رڳو ڪانگريس جي حمايت جاري رکي، پر سماجي سرگرمين کي به جاري رکندو آيو.

1932ع ۾ جي. ايم. سيد ڪراچيءَ جي هيٺين جماعتن سان لاڳاپيل رهيو. (1) ينگ مينس مسلم ايسوسيئيشن جو هڪ سال لاءِ صدر، ۽ وڌي عرصي لاءِ ميمبر، (2) فري ميسنس جو ميمبر، (3) ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جي يوٿ لاج جو هڪ سال لاءِ صدر، (4) انجمن ترقيءِ اردو جو ميمبر، (5) ڪراچي ضلعي جي مالدار جماعت جو ميمبر، (6) ميربحرن جي جماعت جو ميمبر، (7) ڊاڪٽر گربخشاڻي، جيٺمل پرسرام ۽ ٻين جي مدد سان ٺهيل سنڌي ساهت سوسائٽيءَ جو ميمبر، (8) سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽيءَ جو ميمبر، (9) ڪراچي گارڊن ڪميٽيءَ جو ميمبر، (9) نيچرل هسٽري سوسائٽيءَ جو ميمبر، (10) مسلم پراويڊنٽ فنڊ ۾ مسٽر حاتم علويءَ جي چيئرمئنيءَ هيٺ ڊائريڪٽر وغيره. ان ڪان سواءِ هن مختلف هنڌن تي صوفي سماگم جون ڪيترين مجلسون به ڪوٺايون.

هن ئي سال جي. ايم. سيد سنڌ جي بمبئيءَ کان جدائيءَ جي ڪانفرنس ۾ سرگرميءَ سان حصو ورتو. سيپٽمبر 1932ع ۾ سيد ميران محمد شاهه، سر شاهنواز خان ڀُٽي، جي. ايم. سيد ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ هڪ گڏيل خط ذريعي سنڌين کي سنڌ جي بمبئيءَ کان جدائيءَ جي ڏينهن ملهائڻ لاءِ اپيل ڪئي. ان ئي عرصي ۾ سنڌ جي بمبئيءَ کان آزاديءَ جي تحريڪ زور وٺي وئي. جي. ايم. سيد خيال ڪيو ته جيئن سنڌ بمبئيءَ کان ڌار ٿئي ته هڪ نئين منظم پارٽي ٺاهي چونڊون وڙهجن. ان لاءِ هن جون 1934ع ۾ حيدر منزل ڪراچيءَ ۾ پيپلز پارٽي قائم ڪرائي، ان جو ليڊر سر شاهنواز ڀُٽي کي چونڊرايو ۽ جنرل سيڪريٽري حاتم علوي ۽ جوائنٽ سيڪريٽري پاڻ ٿيو. پر جيئن ته ڀُٽو صاحب ترت بمبئي ڪائونسل جو وزير مقرر ٿيو، ان ڪري هو پارٽيءَ جي ڪم ۾ دلچسپي وٺي نه سگهيو ۽ اها پارٽي هلي نه سگهي. پر سنڌ جي بمبئيءَ کان آزاديءَ لاءِ ’آزاد سنڌ ڪانفرنسون‘ ٿينديون رهيون، جن ۾ جي. ايم. سيد جو سرگرم ڪردار نظر اچي ٿو.

1934ع ۾ ئي جي. ايم. سيد دادو ضلعي ۾ خانبهادر محمد پريل ڪلهوڙي جي صدارت ۾ زميندارن ۽ آبادگارن جي جماعت ٺهرائي.

1936ع ۾ جي. ايم. سيد، حاجي عبدالله هارون سان گڏجي، ’اتحاد پارٽي‘ قائم ڪئي، جنهن ۾ سر غلام حسين، سر شاهنواز ڀٽي، حاجي عبدالله هارون ۽ ان جي ساٿين شرڪت ڪئي. پر جيئن ته وائيس پريزيڊنٽ ميران محمد شاهه چونڊجي ويو ان ڪري سر غلام حسين پنهنجي ٽولي سميت ڌار ٿي، نئين جماعت ’مسلم پوليٽيڪل پارٽي‘ ٺاهي.

اپريل 1936ع ۾ سنڌ بمبئيءَ کان آزاد ٿي. 1937ع ۾ جڏهن 1935ع جي ائڪٽ هيٺ سنڌ اسيمبليءَ جون پهريون چونڊون ٿيون، ته جي. ايم. سيد اتحاد پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي اميدوار بيٺو ۽ پاڻ ۽ سندس پارٽيءَ جا 24 ميمبر چونڊجي آيا، جڏهن ته سر غلام حسين جي مسلم پوليٽيڪل پارٽيءَ جا صرف پنج ميمبر چونڊيا، پر اتحاد پارٽيءَ جو ليڊر سر شاهنواز ڀُٽو ۽ ڊپٽي ليڊر سر حاجي عبدالله هارون چونڊجي نه سگهيا. گورنر، دستور جي خلاف اتحاد پارٽيءَ جي نمائندي خان بهادر الهه بخش سومري کي وزارت ٺاهڻ جو سڏ ڏيڻ بدران پنجن ميمبرن واري سر غلام حسين کي حڪومت ٺاهڻ لاءِ سڏيو. نتيجي طور سنڌ جا اڪثر مسلمان ميمبر حڪومت سان وڃي شامل ٿيا. ان ڪري اتحاد پارٽيءَ جي ليڊر الهه بخش سومري ۽ سيڪريٽري محمد هاشم گزدر ڪانگريس سان گڏجي، سنڌ اسيمبليءَ ۾ مخالف ڌُر جو ڪردار ادا ڪيو. ٻئي سال مارچ ۾ جي. ايم. سيد ڪانگريس سان مشورو ڪري، هڪ ريئي ڪَتر جي رٽ تي وزارت کي شڪست ڏئي، اتحاد پارٽيءَ جي وزارت خان بهادر الهه بخش سومري جي هٿ هيٺ برپا ڪرائي. جنهن ۾ پير الاهي بخش ۽ مسٽر نهچل داس وزير چونڊيا ويا. الهه بخش سومري جي وزارت ۾ قانون انتقال ايراضي ۽ قرضن جي گهٽتائيءَ جا قانون پاس نه ٿي سگهيا. گورنر ٽنهي پارٽين جي نمائندن جي خلاف زمين تي ڏلون وڌائي چڙهيون، اُن تي اتحاد پارٽي اُن جي برخلاف ٿي. پر ڪانگريس مصلحت خاطر وزارت جي طرفدار رهي، جنهنڪري، مجبور ٿي حاجي عبدالله هارون ۽ اُن جا دوست اتحاد پارٽي ختم ڪري وڃي مسلم ليگ ۾ شامل ٿيا. مولانا ابوالڪلام آزاد مسلم اڪثريت واري صوبي سنڌ جي قومپرست سياستدانن کي راضي ڪرڻ لاءِ سنڌ ۾



آيو پر ڪو فيصلو نه ٿي سگهيو. نتيجي طور جي. ايم. سيد ۽ ان جو قومپرست گروهه ڪانگريس کان ڌار ٿي مسلم ليگ ۾ شامل ٿي ويو. آڪٽوبر 1938ع ۾ سنڌ مسلم ليگ جو اجلاس ڪراچيءَ ۾ قائداعظم محمد علي جناح جي صدارت ۾ ٿيو جنهن جي ڪوٺائڻ ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ ۽ جي. ايم. سيد جو وڏو هٿ هو هن اجلاس ۾ سنڌ مسلم ليگ جو بنياد وڌو ويو ۽ جي. ايم. سيد جي سهڪار سان شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ، مسلمانن جي آزاد رياستن تي مشتمل ڌار وطن جو ٺهراءُ پيش ڪيو جنهن جي تائيد سيٺ حاجي عبدالله هارون ۽ ٻين ڪئي. ان ٺهراءُ اڳتي هلي مسلم ليگ جي 1940ع واري لاهور اجلاس ۾ هندستان جي ورهاڱي واري ٺهراءُ جي صورت اختيار ڪئي، جنهن کي پوءِ 'قرارداد پاڪستان' سڏيو ويو.

1938ع واري اجلاس کان پوءِ الهه بخش سومري، وزيراعظم سنڌ کي مسلم ليگ ۾ شامل ڪرڻ لاءِ راضي ڪيو ويو، پر صلح نه ٿي سگهيو ان کان پوءِ جي. ايم. سيد مسلم ليگ جي پارٽي ليڊر خانبهادر کهڙي کي ۽ سيڪريٽري محمد هاشم گزدر کي چونڊايو ۽ اسيمبليءَ کان ٻاهر مسلم ليگ کي منظم ڪرڻ جو ڪم پاڻ تي کنيو ان وچ ۾ سکر مسجد منزل گاهه جو



واقعو پيش آيو هندو مسلم فساد ٿيا. الهه بخش وزارت اقليت جو بچاءُ ڪري نه سگهي، ان ڪري هندو ميمبرن، مسلم ليگ سان گڏجي الهه بخش سومري جي وزارت کي ڊاهي، نئين وزارت مير بنده علي خان جي هٿ هيٺ ٺاهي، جنهن ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌي، جي. ايم. سيد ۽ خانبهادر کهڙو وزير ٿيا.

جي. ايم. سيد کي تعليم، انڊسٽري، ليبر ۽ ٻيلي کاتي جا کاتا مليا. اٺن مهينن جي وزارت دوران جي. ايم. سيد هيٺيان ڪم ڪرايا:

(1) سنڌ يونيورسٽيءَ جي قيام لاءِ سيد ميران محمد شاهه، علامه آءِ آءِ قاضي ۽ ٻين ميمبرن تي مشتمل ڪميشن ٺهرائي، (2) سنڌي ساهت لاءِ مرڪزي صلاحڪار بورڊ قائم ڪرايو (جيڪو اڳتي هلي سنڌي ادبي بورڊ بڻيو)، (3) سيڪنڊري تعليم کي زور وٺرائڻ لاءِ ڪميٽي مقرر ڪرائي (جنهن اڳتي هلي پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ سيڪنڊري ايجوڪيشن بورڊ ۽ سنڌ ٽيڪسٽ بورڊ جي صورت اختيار ڪئي)، (4) سنڌ جي سيني اسڪولن ۾ سنڌي ٻولي لازمي مضمون پڙهائڻ جو حڪم جاري ڪرايائين، (5) راڳ ۽ ڳوٺاڻي رقص کي زور وٺائڻ لاءِ ڪميٽي مقرر ڪرايائين، (6) سنڌي ڊڪشنري تيار ڪرڻ لاءِ عالمن جي هڪ ڪميٽي ٺاهرايائين، جن الف. ب جي بتدائي ٽن اکرن تي ڪم ڪيو، (7) ڪراچي ريڊيو اسٽيشن قائم ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪيائين، (8) ڪراچيءَ کان ڪوٽڙيءَ تائين پڪو رستو ٺهرايائين، (9) ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائين (جنهن اڳتي هلي قيام پاڪستان بعد پيرزادي عبدالستار جي دور ۾ عملي روپ ورتو)، (10) سنڌ مدرسي ڪراچيءَ کي ڪاليج جي حيثيت ڏيارايائين وغيره.

وزيرن جون بدعنوانيون ڏسي، جي. ايم. سيد ڪجهه مهينن کان پوءِ وزارت تان استعفا ڏئي ڇڏي ۽ ماڻهن وٽ وڃي ظاهر ڪيائين ته عوام جي تقاضائن مطابق ڪم نه ڪرڻ ڪري، هن وزارت تان استعفا ڏني آهي.

خانبهادر الهه بخش سومري کي راضي ڪري، جي. ايم. سيد پنهنجي سيٽ تان استعيفا ڏئي، کيس پنهنجي جاءِ تي وزير ڪري آندو ۽ واعدو ڪيو ته ٽن مهينن اندر سر بنده علي جي جاءِ تي سر غلام حسين کي آندو ويندو، پر مسلم ليگ هاءِ ڪمانڊ اها ڳالهه قبول نه ڪئي. نتيجي طور هندو ۽ ڪانگريس ميمبرن مسلم ليگ وزارت کي ڊاهي، الهه بخش سومري کي طاقت ۾ آندو. اهڙيءَ طرح سنڌ آل انڊيا جماعتن جي اختلافن جو آکاڙو بڻجي وئي.

ان کان پوءِ جي. ايم. سيد مسلم ليگ کي، سنڌ ۾ منظم ڪرڻ جي ڪم ۾ لڳي ويو. آل انڊيا ورڪنگ ڪميٽيءَ جو ميمبر ٿيو. 1942ع ۾ حاجي عبدالله هارون جي وفات کان پوءِ صوبائي مسلم ليگ سنڌ جو صدر ٿيو ۽ 3 مارچ 1943ع تي سنڌ اسيمبليءَ ۾ پاڪستان جو ٺهراءُ پيش ڪري پاس ڪرايو ۽ هڪ يادگار تقرير ڪئي، جنهن ۾ پاڪستان اندر سنڌ لاءِ هڪ خودمختيار رياست جو تصور ڏنو ويو. ساڳئي سال جي آخر ۾ هن آل انڊيا مسلم ليگ جو ساليانو اجلاس ڪراچيءَ ۾ سڏائڻ جو انتظام ڪيو. جنهن ڪيس آل انڊيا ڪميٽي آف ايڪشن جو ميمبر چونڊيو ويو.

14 مئي 1943ع تي سنڌ جي محب وطن سياستدان الهه بخش سومري کي شڪارپور ۾ ڪنهن فرقيوار ذهنيت رکندڙ شخص ٽانگي تي ويندي فائر ڪري، شهيد ڪري ڇڏيو. جنهن جو الزام خانبهادر ايوب کهڙي تي لڳو.

1944ع ۾ جي. ايم. سيد جا سر غلام حسين هدايت الله جي وزارت سان اختلاف ٿي پيا. جنهن سلسلي ۾ 25 جولاءِ 1944ع تي جي. ايم. سيد لاهور ۾ قائداعظم محمد علي جناح سان هڪ وفد وٺي ملاقات ڪئي ۽ کيس چيو ته آل انڊيا مسلم ليگ کي سنڌ جي مسئلن ۾ مداخلت نه ڪرڻ گهرجي. پر سيد صاحب کي مثبت جواب نه مليو. آخر ۾ نين چونڊن لاءِ سيد صاحب مسلم ليگ جي صدر جي حيثيت ۾ ٽڪيٽن ڏيڻ ۽ چونڊن ڪرائڻ لاءِ پارليامينٽري بورڊ چونڊيو. مرڪزي مسلم ليگ مداخلت ڪري، وزارت جو طرف وٺي، صوبائي مسلم ليگ کي سسپينڊ ڪري، ان جي اميدوارن خلاف اميدوار بيهاريا. باوجود مخالفت جي جي. ايم. سيد جي حمايتي مسلم ليگ کان ٻاهر ڪجهه اميدوار چونڊجي آيا، جن سيد صاحب کي ليڊر چونڊيو. جنهن ڪانگريس پارٽيءَ جي 22 ميمبرن سان ناهه ڪري، اڪثريت ڏيکاري گڏيل وزارت ناهڻ لاءِ گورنر کان گهر ڪئي، پر گورنر سر غلام حسين کي باوجود ٿورن ميمبرن جي وزارت ناهڻ جو حڪم ڪيو. نتيجي طور جي. ايم. سيد پنهنجن ميمبرن سميت مخالفت ۾ رهيو.

ان وچ ۾ ڪئبنيٽ مشن دهلي آئي، جنهن سنڌ اسيمبليءَ ۾ مخالف ڌر جي اڳواڻ جي حيثيت ۾ جي. ايم. سيد کي گهرايو. جتي هن پاڪستان جي مسئلي بابت آزاد هندستان ۾ آزاد پاڪستان جي گهر ڪئي. آخر ۾ سر غلام حسين وزارت اسيمبليءَ ۾ اڪثريت وڃائي ويٺي، گورنر مسٽر موڊيءَ مخالف ڌر کي وزارت ناهڻ جو موقعو نه ڏنو ۽ اسيمبلي ختم ڪري نيون چونڊون ڪرايون، چونڊن ۾ گورنر جي حمايتي سر غلام حسين، جي. ايم. سيد ۽ سندس دوستن کي شڪست ڏياري، جن اليڪشن ٽربيونل اڳيان ڊانڊلين خلاف پٽيشن داخل ڪئي. ان کان پوءِ جي. ايم. سيد مسلم جماعت جي نالي سان پارٽي ناهي ڪم شروع ڪيو. ترت ئي پوءِ 1947ع ۾ پاڪستان قائم ٿيو.

قيام پاڪستان کان پوءِ 1948ع ۾ ڪراچي سنڌ کان ڌار ڪري مرڪز حوالي ڪرڻ جي سازش ٿي، ان وقت کهڙو صاحب سنڌ جو وزيراعليٰ ۽ مسلم ليگ جو صدر هو. جنهن ڪراچيءَ کي مرڪز جي حوالي ڪرڻ کان انڪار ڪيو. ان تي سر غلام حسين مرڪزي سرڪار جي حڪم تي کهڙي جي وزارت کي ڊسمس ڪري پير الاهي بخش کي وزيراعليٰ ڪيو. اهڙيءَ طرح ڪراچي مرڪز جي حوالي ٿي وئي. جي. ايم. سيد ڪراچي مرڪز کي حوالي ڪرڻ خلاف آواز اٿاريو ته ان کي سن ۾ ٽن مهينن لاءِ نظربند ڪيو ويو. ان مرحلي تي خان عبدالغفار خان ۽ ٻين کي به جيل ۾ موڪليو ويو.

1948ع ۾ جي. ايم. سيد پاڪستان جي ترقي پسند سياستدانن سان گڏجي 'پاڪستان نيشنل پارٽي' ناهي، جنهن جو صدر خان عبدالغفار خان کي چونڊيو ويو.

ٿوري ئي وقت کان پوءِ جڏهن جي. ايم. سيد جي درخواست تي اليڪشن ٽربيونل جي فيصلي موجب پير الاهي بخش وزارت اعليٰ تان خارج ٿيو ۽ قاضي محمد اڪبر جي اليڪشن به رد ٿي. ان کان پوءِ سنڌ ۾ ڪيئي وزارتون ڊٺيون ۽ ٺهيون.

1953ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ جون نيون چونڊون ٿيون. جنهن ۾ آزاد پاڪستان پارٽي، سنڌ هاري ڪميٽي ۽ پيپلز پارٽيءَ جي اشتراڪ سان متحده محاذ ٺهيو. جنهن جي پليٽفارم تان جي. ايم. سيد ستن ميمبرن سان چونڊجي آيو ۽ سنڌ اسيمبليءَ ۾ مخالف پارٽيءَ جي اڳواڻ جي حيثيت ۾ ڪراچي واپس سنڌ کي ملڻ ۽ سنڌ لاءِ پاڪستان ۾ مستقل ۽ ناقابل ترديد حقن جي گهُر لاءِ ٺهراءُ پاس ڪرايائين. ان کان ڏيڍ، چوڌري غلام محمد گورنر جنرل، ون يونٽ ناهڻ جي سازش رٿي، وزيراعليٰ سنڌ پيرزادي عبدالستار ميمبرن سميت ون يونٽ جي حمايت کان انڪار ڪيو. جنهن تي گورنر جنرل آئين ساز اسيمبلي ختم ڪري، نئين وزارت ناهي ۽ پيرزادي وزارت کي ڊسمس ڪري، خان بهادر ايوب کهڙي، علي محمد راشدي ۽ قاضي محمد اڪبر کان ون يونٽ جي منظوريءَ لاءِ سنڌ اسيمبليءَ مان ٺهراءُ پاس ڪرائڻ جو واعدو وٺي، پيرزادي جي جاءِ تي کهڙي کي وزيراعليٰ مقرر ڪيو. جنهن پوليس جي مدد سان، ناجائز طريقن سان ميمبرن کي ڊيڄاري، سنڌ اسيمبليءَ مان ون يونٽ جي حق ۾ ٺهراءُ پاس ڪرايو. چئن ميمبرن: پير الاهي بخش، شيخ خورشيد، رئيس عبدالحميد جتوئي ۽ رئيس غلام مصطفيٰ خان مخالفت ڪئي. جي. ايم. سيد، قاضي فيض محمد ۽ حيدربخش جتوئي ۽ ٻيا قومي اڳواڻ جيل موڪليا ويا. هن ڀيري جي. ايم. سيد ڇهه مهينا جيل ۾ رهيو.

ان کان پوءِ ون يونٽ اسيمبليءَ لاءِ اڳوڻن صوبائي اسيمبلي ميمبرن کان چونڊون ڪرايون ويون. انهن ۾ مغربي پاڪستان اسيمبليءَ ۾ سيد صاحب ستن ميمبرن سان چونڊجي آيو جتي متحده محاذ جي ليڊر جي حيثيت ۾ مخالف گروهه ۾ رهيو.

ان وچ ۾ آگسٽ 1955ع ۾ جي. ايم. سيد مغربي پاڪستان جي قومي ڪارڪنن جي ڪراچيءَ ۾ پنهنجي بنگلي تي خان عبدالغفار خان جي صدارت ۾ هڪ گڏجاڻي ڪوٺائي "اينٽي ون يونٽ فرنٽ" ٺهرايو. بعد ۾ پاڪستان جي قومپرست پارٽين سان گڏجي لاهور ۾ "نئشنل پاڪستان پارٽي" ٺهرائي خان عبدالغفار خان کي صدر چونڊرايائين.



سيد صاحب مغربي پاڪستان اسيمبليءَ ۾ ستن ميمبرن هوندي حڪمت عمليءَ سان ريپبليڪن پارٽي ۽ مسلم ليگ سان ناهه ڪري، 310 ميمبرن جي اڪثريت سان ون يونٽ مخالف ٺهراءُ پاس ڪرايو. جنهن جي صرف چئن ميمبرن مخالفت ڪئي.

ان کان پوءِ، مولانا ڀاشانيءَ سان ناتو ڪري جي. ايم. سيد نئشنل عوامي پارٽي ٺهرائي، جنهن جو صدر خان عبدالغفار خان ٿيو.

اڳتي هلي حڪمران ريپبلڪن پارٽي، ونيونٽ کي آئيني طرح ٽوڙائڻ ۽ مغربي پاڪستان جي قومن/ صوبن کي خودمختياري ڏيڻ واري وعدي تان ڦري وئي. هن وعدي شڪنيءَ کان پوءِ جي. ايم. سيد ايندڙ چونڊن ۾ ونيونٽ کي ڊاهڻ لاءِ سنڌ ۾ سيني سياسي گروهن کي (ونيونٽ ٺهرائيندڙ ايوب کهڙي ۽ پير علي محمد راشدي سميت) متحد ڪري "اينٽي ونيونٽ" فرنٽ قائم ڪيو ۽ اهڙي طرح بلوچستان ۽ سرحد ۾ به اهڙا فرنٽ قائم ٿيا. جي. ايم. سيد ۽ ٻين صوبن ۾ (بنگال سميت) ونيونٽ خلاف سرگرميون ڏسي، ونيونٽ جي حامي گروهه، 8 آڪٽوبر 1958ع تي پوري پاڪستان ۾ مارشل لا لاڳو ڪري اسيمبليون ختم ڪري ڇڏيون. جي. ايم. سيد ۽ نئشنل عوامي پارٽيءَ جي ليڊرن کي جيل ۾ اماڻيو ويو. جي. ايم. سيد پوءِ 1960ع تائين جيل ۾ رهيو. ان کان پوءِ صحت جي خرابيءَ جي ڪري کيس مارچ 1966ع تائين سن ۾ نظربند رکيو ويو. نظربنديءَ جو فائدو وٺندي، جي. ايم. سيد مطالعو جاري رکيو. برصغير، دنيا ۽ سنڌ جي سياست، شخصيتن، انگريز سامراج کان آزاديءَ، مختلف پارٽين جي قيام، سنڌن جدوجهد، سنڌ جي بمبئيءَ کان آزاديءَ، ونيونٽ ۽ قيامِ پاڪستان بعد سنڌ کي پهتل نقصانن ۽ ٻين موضوعن تي ڪيترائي ڪتاب لکيا. نظربنديءَ مان آزاد ٿيڻ بعد جي. ايم. سيد جون 1966ع ۾ صحت جي خرابيءَ ۽ ٻين سببن ڪري سياست کان ڪناره ڪشيءَ جو اعلان ڪري، "بزمِ صوفياء سنڌ" جو بنياد وجهي، سنڌ جي قومپرست ۽ ترقي پسند اديبن ۽ سياسي ڪارڪنن کي ساڻ ڪٺي سنڌ جي مختلف شهرن ۾ ڪانفرنسون ڪوٺايون، قومي سجاڳيءَ ۽ جديد قوم جي تصور ۽ مذهب کي سياست کان ڌار ڪرڻ بابت صوفي بزرگن جي درگاهن تي خطبا ڏنائين، جن جو لب لباب اهو هو ته: "سنڌي هڪ قوم آهي ۽ سرزمين سنڌ وٽ اتحاد انساني، امن عالم ۽ ترقي بني آدم لاءِ خاص پيغام آهي."

4 مارچ 1967ع جي قومي واقعي کان پوءِ سنڌ ۾ قومي تحريڪ کي هڪ ڀيرو وڌندو ڏسي ۽ جي. ايم. سيد جي تحريڪ کي خطرناڪ سمجهي، ايوبي آمريت، جي. ايم. سيد کي جولاءِ 1967ع جي شروعات کان 1968ع جي آخر تائين وري نظربند ڪيو. ان نظربنديءَ کي جي. ايم. سيد ڪورٽ ۾ چئلينج ڪندي بيان ڏنو ته هو عملي سياست کان ڪناره ڪش آهي، پر کيس ونيونٽ جي مخالفت سبب نظربند ڪيو ويو آهي.



1 مارچ 1969ع تي جي. ايم. سيد کي آزاد ڪيو ويو. هن ونيونٽ مخالف دوستن ۽ ڪارڪنن سان رابطا ڪيا ۽ 9 مارچ 1969ع تي هڪ نئين سياسي جماعت "سنڌ متحده محاذ" قائم ڪيائين. 10 آگسٽ 1969ع تي بنگال جي قومي اڳواڻ شيخ مجيب الرحمان کي ڪراچيءَ گهرائي آجياڻو ڏنائين ۽ سنڌ، بنگال ۽ ٻين قومن جي وطنن بابت تاريخي سپاسنامو پڙهيائين. ائين ونيونٽ جي تحريڪ زور پڪڙيو.

ٻئي طرف ذوالفقار علي ڀٽي جي عوامي تحريڪ ۽ جي. ايم. سيد جي قومي تحريڪ آڏو فيلڊ مارشل ايوب خان گوڏا کوڙيا. ملڪ جون واڳون جنرل يحيٰ خان سنڀاليون ۽ هن قومي دٻاءَ هيٺ 1 جولاءِ 1970ع تي ونيونٽ ٽوڙيو ۽ صوبن کي هڪ ڀيرو وري ونيونٽ کان اڳ واري حيثيت حاصل ٿي. جنرل يحيٰ خان ملڪ ۾ چونڊن جون اعلان ڪيو. شيخ مجيب الرحمان 6 نقاطي پروگرام هيٺ اوڀر پاڪستان ۾ چونڊن ۾ حصو ورتو، سنڌ ۾ صرف سائين جي. ايم. سيد، قاضي فيض محمد ۽ شيخ اياز سندس پروگرام جي حمايت ڪئي. جي. ايم. سيد عوامي ليگ جي 6 نقاطي پروگرام سان مطابقت رکندڙ پروگرام هيٺ چونڊن ۾ حصو ورتو، پر ڪامياب نه ٿيو. مشرقي پاڪستان ۾ شيخ مجيب الرحمان مڪمل اڪثريت حاصل ڪئي ۽ مغربي پاڪستان جي صوبن ۾ پيپلز پارٽيءَ سڀ کان وڌيڪ سيٽون کنيون. شيخ مجيب الرحمان کي باوجود اڪثريت جي اقتدار نه مليو، پر مغربي پاڪستان ۾ اڪثريت حاصل ڪندڙ پيپلز پارٽيءَ کي اقتدار ڏنو ويو. 16 ڊسمبر 1971ع تي مشرقي پاڪستان، وڏي خون خرابي کان پوءِ بنگلاديش بنجي ويو. ٻئي طرف 18 مئي 1971ع کان 31 ڊسمبر 1971ع تائين جي. ايم. سيد کي پنهنجي گهر ۾ نظربند رکيو ويو.

18 جون 1972ع تي همخيال سياسي ۽ قومي ڪارڪنن کي ڪراچيءَ ۾ پنهنجي بنگلي تي گهرائي، جي. ايم. سيد پارليامينٽري سياست کان بيزار ٿي، "جيئي سنڌ محاذ" نالي نئين پارٽي قائم ڪئي. ان دوران جولاءِ 1972ع ۾ پيپلزپارٽي جي حڪومت ۾ وزيراعليٰ سنڌ ممتاز علي ڀٽي، سنڌ اسيمبليءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ کي سرڪاري ٻولي بنائڻ جو بل پاس ڪرايو، جنهن تي هڪ طبقي گوڙ ڪيو. سنڌ ۾ ٻوليءَ وارا فساد ٿيا، جنهن ۾ ڪيترا ماڻهو قتل ٿيا. وفاقي حڪومت، صوبائي حڪومت تي دٻاءَ وجهي، هڪ آرڊيننس ذريعي سنڌ ۾ سنڌي ۽ اردو ٻنهي زبانن کي سنڌ جون سرڪاري زبانون قرار ڏنو. ان صورتحال ۾ جي. ايم. سيد، 31 جولاءِ 1972ع تي ڪراچيءَ ۾ هڪ اجلاس ڪوٺائي، سنڌ جي گشت ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. 1 آگسٽ 1972ع تي پريس ڪانفرنس ڪري، بنگلاديش کي تسليم ڪرڻ ۽ سنڌ کي خوداختياري ڏيڻ ۽ سنڌي ٻوليءَ کي قومي ٻولي بنائڻ جا مطالبا ڪٺي، ٺٽي ضلعي کان دورو شروع ڪيائين. 2 آگسٽ 1972ع تي مسلم ڪاليج حيدرآباد واري جلسي ۾ شرپسندن مٿس بم اڇلايو، جنهن ۾ جي. ايم. سيد خدا جي مهربانيءَ سان بچي ويو، پر سندس هڪ ساٿي دوست محمد پراچا شهيد ٿي ويو. نامور مصور گل محمد کتري ۽ قومي ڪارڪن عمر شوري سميت 18 ڪارڪن سخت زخمي ٿيا. جي. ايم. سيد گشت ڪري جيئن سن واپس پهتو ته 8 آگسٽ 1972ع تي سنڌ حڪومت کيس گهر ۾ نظربند ڪيو. اهڙيءَ طرح جي. ايم. سيد سواءِ ٿورن وقفن جي وڏو عرصو نظربند رهيو. ان وچ ۾ سندس پوئلڳن سندس رهبريءَ ۾ 1977ع ۾ "جيئي سنڌ محاذ" ۽ اڳتي هلي ڪجهه شاگردن "جيئي سنڌ تحريڪ" نالي پارٽيون ٺاهي، قومي جدوجهد شروع ڪئي (ڏسو: جيئي سنڌ هلچل). 17 جنوري 1986ع تي جي. ايم. سيد پنهنجي سالگره تي خان عبدالغفار خان کي سن ۾ گهرايو ۽ پنهنجا "آزاد سنڌ" بابت ويچار ونڊيا. خان عبدالغفار خان جي طبيعت خراب ٿيڻ بعد جڏهن کيس دهليءَ علاج لاءِ موڪليو ويو ته جي. ايم. سيد سرڪار جي اجازت سان، 2 جولاءِ 1987ع تي

پنهنجي ساٿيءَ جي مزاج پرستيءَ لاءِ هندستان ويو. اتان واپس موٽڻ بعد جي. ايم. سيد پاڪستان جي

تاريخ ۾ بيو پيرو ڊسمبر 1987ع ۾ سنڌ جو دورو ڪيو. 12 ڊسمبر 1987ع تي ڪيس ميرپور پٺي مان ممتاز علي خان ڀُٽي جي بنگلي تان گرفتار ڪري، ڪراچيءَ ۾ آٽي نظربند ڪيو ويو، جتان آگسٽ 1988ع ۾ آزاد ڪيو ويو. 1 مئي 1988ع تي نظربنديءَ دوران جي. ايم. سيد سن ۾ "سنڌ قومي اتحاد" جوڙيو، جنهن جو صدر رئيس عبدالحميد خان جتوئي مقرر ٿيو. ٿيون پيرو جي. ايم. سيد آڪٽوبر 1989ع تي سنڌ جي 5 ضلعن جي دوري تي نڪتو ۽ ڪيس 10 ڊسمبر 1989ع تي جيڪب آباد ڪان اڳتي بلوچستان بارڊر وٽ گرفتار ڪيو ويو. 1990ع ۾ ڪيس آزاد ڪيو ويو.

17 جنوري 1992ع تي جي. ايم. سيد نشترپارڪ ڪراچيءَ ۾ پنهنجي 89هين سالگره جي موقعي تي نيو ورلڊ آرڊر جي روشنيءَ ۾ اقوام متحده ڪي دنيا جي ملڪن جي نئين سر جوڙجڪ جو مشورو ڏنو ۽ ان ۾ سنڌ جي آزاديءَ جو ڪيس به پيش ڪيو. 19 جنوري 1992ع تي ڪيس نظربند ڪيو ويو. جيڪا نظربندي سندس زندگيءَ جي آخري لمحن تائين قائم رهي. 17 مارچ 1995ع ڪان پوءِ سندس طبيعت خراب ٿي وئي. 18 مارچ ڪان وٺي جناح اسپتال ۾ نظربنديءَ دوران زير علاج رهيو ۽ 25 اپريل 1995ع جو رات جو دير سان جي. ايم. سيد پنهنجو دم ڏٽيءَ حوالي ڪيو. صبح تائين لکين ماڻهو سن پهچي ويا. 25 اپريل تي لکين سوڳوارن جي موجودگيءَ ۾ سيد ڪي سن جي آبائي قبرستان ۾ جنازي نماز بعد دفن ڪيو ويو. سندس تدفين وقت قرآن پاڪ، انجيل، توريت، گيتا ۽ شاهه جي رسالي جو ورد ٿيندو رهيو ۽ ان ورد دوران سنڌ جي تاريخ جي هن عظيم شخصيت کي مٽيءَ ماءُ حوالي ڪيو ويو.

جي. ايم. سيد کي ٽن ڏيئرن ۽ ٻن پٽن جو اولاد ٿيو. سندس ڏيءَ درشهوار "شاهه لطيف جي عالمي پيغام" تي ايڊنبرا يونيورسٽيءَ مان پي. ايڇ. ڊي ڪئي ۽ ڪيترا سال شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر ڪراچيءَ جي ڊائريڪٽر رهي (ڏسو: درشهوار سيد). سندس وڏو پٽ امير حيدر شاهه قومي اسيمبلي ۽ صوبائي اسيمبلي سنڌ جو ميمبر رهيو (ڏسو: امير حيدر شاهه، جلد 1). سندس ٻئي فرزند سيد امداد شاهه سياست ۽ سماجي خدمتن ۾ وڏو نالو ڪڍيو، صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر به رهيو (ڏسو: امداد محمد شاهه، جلد 1). سندس پوٽو سيد جلال محمود شاهه، سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر، اسپيڪر ۽ ڊپٽي اسپيڪر رهيو آهي ۽ هن وقت "سنڌ يونائيٽيڊ پارٽي" ناهي سياست ۾ سرگرم آهي (ڏسو: جلال محمود شاهه، جلد ٽيون).

جي. ايم. سيد زندگيءَ جي آخري لمحي تائين قلم سان رشتو نه ڇنو هن سياسي مفڪر سٺ کان وڌيڪ ڪتاب لکيا، جن جو ڪجهه تفصيل هن ريت آهي:

(1) محال مانجهندن جو تعليمي ۽ تنظيمي پروگرام (1928ع)، (2) هندستان جا مسلمان ۽ پاڪستان (ترجمو: مئي 1941ع)، (3) سنڌ جي عدالت جي انتظاميه کان جدائي (1946ع)، (4) مسلم ليگ جي مخالفت ڇو؟، (5) نئين سنڌ لاءِ جدوجهد (2 ڀاڱا)، (6) پيغام لطيف، (7) پاڪستان ۾ قوميتن جو مسئلو، (8) چونڊ ادبي مضمون، (9) چونڊ سياسي مضمون، (10) سنڌ جي بمبئيءَ کان آزادي، (11) سنڌ متحده محاذ ۽ ونيونٽ، (12) جنب گذاريم جن سين: 2 ڀاڱا، (13) جيئن ڏٺو آهه مون، (14) موجوده سياسي مسئلا، (15) جديد سياست جا نو رتن، (16) رهاڻ (ميران محمد شاهه جا خط)، (17) ساهڙ جا سينگار (علامه آءِ آءِ قاضيءَ جا خط)، (18) خط ۽ مضمون (پير علي محمد راشديءَ جا خط)، (19) بزم صوفياءِ سنڌ جو آئين ۽ خطبا، (20) سنڌي ڪلچر، (21) واڄٽ ويراڳين جا (محمد امين کوسي ۽ جي. ايم. سيد جا خط)، به ڀاڱا، (22) اڄ پڻ ڇڪيم چاڪ (اديبن جا خط)، (23) ڪجهه خط (برصغير جي سياستدانن جا خط)، (24) خطبات سيد، (25) جديد عالمي سياست، (26) سنڌ جي ڪهاڻي، سيد جي زباني (تقريرون)، (27) پاڪستان جي ماضي ۽ حال تي طائرانه نظر، (28) ديارِ دل ۽ داستانِ محبت، (29) سنڌو ديش ڇو ۽ ڇا لاءِ، (30) سنڌوءَ جي ساجاهه: به ڀاڱا، (31) مسلم سربراهه ڪانفرنس جو تجربو (32) هھڙا هاجا ٿين (پمفليٽن جو مجموعو)، (33) پنهنجي ڪهاڻي پنهنجي زباني، جلد پهريون، (34) پنهنجي ڪهاڻي پنهنجي زباني، جلد ٻيو (35) سنڌ ڳالهائي ٿي (عدالتي بيان)، (36) سڏ پڙاڏو (جي. ايم. سيد ۽ محمد ابراهيم جويي جا خط)، (37) پيام عمل، (38) حاصل جنين حال (جي. ايم. سيد جا امين کوسي ڏانهن خط)، (39) آيو تڙ تماچي (رئيس ڪريم بخش نظامانيءَ جا خط)، (41) جي. ايم. سيد جون تحريرون، ٿي ڀاڱا وغيره.

**اردوءَ ۾ ترجمو ٿيل ڪتاب:**

(1) جيسا مين ني ديکا، (2) پيغام لطيف، (3) سنڌ ڪي آواز (مترجم: فهيم شناس ڪاظمي)، (4) آوازِ سنڌ (مترجم: مجيب انقلابي)، (4) سنڌ ڪي بمبئي سي علحدگي، (5) اپني ڪهاني اپني زباني وغيره.

**انگريزيءَ ۾ ترجمو ٿيل ڪتاب:**

(1) Sindh & Seperation of Judicial from Executive (A Complete Scheme: 1946), (2) Struggle for New Sindh, (3) Six Point Formula, (4) A Case for Sindhu Desh, (5) Sindhu Desh: A Nation in Chains, (6) Religion & Reality or My Vision to Religion, (7) Sindhu Desh: A Study into Separate Identity Through the Ages, (8) Sindhu Desh: The Case Yet to Settle (Translated by: M. Ibrahim Joyo).

اهڙيءَ طرح جي. ايم. سيد جي تاريخي لائبريريءَ ۾ سندس انگريزي ڪتاب Letters of M. A. Jinnah & G. M. Sayed، آتر ڪتا جو رهيل حصو ڊائريون، مضمون، خط ۽ ٻيو ڪيترو اڻ ڇپيل مواد موجود آهي.

**جي. ايم. سيد (ڪتاب)**[1]: جي. ايم. سيد جي سياسي ۽ ذاتي زندگيءَ بابت هي ڪتاب قمر ڀٽيءَ جو لکيل آهي. هن ڪتاب جو انتساب ڊاڪٽر حميده کهڙو جي نالي ٿيل آهي. هن ڪتاب جو پيش لفظ ايڊووڪيٽ حبيب الله ناريجي لکيو آهي. هن ڪتاب ۾ جي. ايم. سيد جون مختلف شخصيتن سان گڏ تصويرون پڻ شايع ڪيون ويون آهن. هن ڪتاب ۾ جي. ايم. سيد جي زندگيءَ ۽ سياست جي مختلف رُخن کي اجاگر ڪيو ويو آهي. ڪتاب هيٺين عنوانن ۾ ورهايل آهي: گفتگو فڪر ۽ فلسفي جي پالوٽ، عمل ۾ تقدير جي تبديليءَ جو اهڃاڻ، دنيا جي تاريخي ۽ تحريڪي شخصيتن ۽ ڪتابن جي ڄاڻ جو پيندار، بي ڊپو بي باڪ جدوجهد ۽ جستجو ڪندڙ انتهائي حوصلي مند شخص وغيره ڊيمي سائيز



جي 190 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 20 روپيا آهي. هن ڪتاب کي اجرڪ اشاعت گهر، سنڌ يونيورسٽيءَ ڄامشوري 1988ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

**جي. ايم. سيد** (ڪتاب)[2]: سنڌ جي قومي سياست جي رهبر جي. ايم. سيد بابت هي ڪتاب، سنڌس فڪر جي پرچارڪ، دانشور ۽ ناميا ري سياستدان عبدالواحد آريسر جو لکيل آهي. ڪتاب ۾ پيش لفظ ليکڪ جي ساٿي مير مولا بخش لغاريءَ جو لکيل آهي، جنهن ۾ هن عبدالواحد آريسر سان واقفيت، جيل ۾ رفاقت ۽ جيل ۾ لکيل هن ڪتاب جو پسمنظر بيان ڪيو آهي. عبدالواحد آريسر هن ڪتاب کي 11 ننڍن بابن ۾ ورهايو آهي، پر بابن جا عنوان نه پر نمبر ڏنا ويا آهن.




عبدالواحد آريسر ڪتاب ۾ جي. ايم. سيد جي اڏولتا، شخصيت، ڪردار، سنڌي ادب ۾ حب الوطني جي پرچار، شاهه لطيف جي قومي شاعر طور دريافت، سنڌ جي تاريخ کي جديد نظر سان ڏسندڙ شخص، جي. ايم. سيد ۽ تصوف، بزم صوفياء سنڌ جي ڪردار، سيد جي سياست جي تجزيي، اصولن جي پابندي، قومي تحريڪ جي منزل ۽ سيد جي مختلف سياستدانن سان ڀيٽ وغيره جا موضوع بيان ڪيا آهن. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1976ع ۾ داد شهيد پبليڪيشن منظور آباد، ٻيو ڇاپو سنڌو پبليڪيشن حيدرآباد پاران 1988ع ۾ رڪيل مورائيءَ ڇپايو هن ڇاپي، ڊيمي سائيز جي 188 صفحن جي قيمت 30 روپيا آهي. ان کان پوءِ سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد جي مالڪ ناز سنائيءَ هن ڪتاب جا ڪيترائي ڇاپا ڇپايا آهن.

**جي. ايم. سيد ايڪ تجزيه، ايڪ مطالعه** (ڪتاب): جي. ايم. سيد جي سياست ۽ فڪري نقطن جي اپٽار واري موضوع تي مشتمل هي ڪتاب محمد موسيٰ ڀٽي لکيو لکيل آهي، جنهن ۾ جي. ايم. سيد جي سياست ۽ فڪر جو تنقيدي جائزو ورتو آهي. جي. ايم. سيد جي عقيدن ۽ نظرين کي اسلام ۽ ملڪ جي خلاف ڄاڻائيندي تنقيد ڪندي ان جي زندگيءَ ۽ سياست جو جائزو ورتو آهي. هن پنهنجي ڪتاب ۾ ادبي تنقيد ڪرڻ بجاءِ جي. ايم. سيد کي لادين قرار ڏيندي سنڌس سياست کي جذباتي ۽ نوجوانن کي گمراهه ڪندڙ سڏيو آهي. ڊيمي سائيز جي 120 صفحن ۽ ڪچي جلد واري هن ڪتاب کي سنڌ نيشنل اڪيڊمي حيدرآباد 1986ع ۾ ڇپايو آهي، ڪتاب جي قيمت 10 رپيا آهي.

**جي. ايم. سيد جو ڪتب خانو**: جي. ايم. سيد جو ڪتب خانو موجوده دؤر ۾ اهم ۽ وڏن ڪتب خانن ۾ شمار ٿئي ٿو سياست ۽ علم و ادب جي سڌاري ۽ واڌاري واري جذبي سان جي سيد کي ڪتب خاني لاءِ حد بنديون مقرر ڪرڻ نه ڏنيون آهن، جنهن ڪري ڪارڪنن کان وٺي عام ماڻهو ڏينهن جا ڏينهن رهي، ڪتب خاني جي مواد منجهان فائدو حاصل ڪندي، پنهنجي پسند جا ڪتاب ڪڍندا رهيا آهن. جي. ايم. سيد کي 14 سالن جي عمر کان علم ۽ ادب سان شوق هو سيد جي ڪتب خاني ۾ گڏ ٿيل ان ذخيري ۾ سڀ کان وڏيڪ برصغير جي لڳ ڀڳ مڙني سياستدانن، اديبن، عالمن، اسڪالرن، سماجي ڪارڪنن، وڏيرن، پيرن، آفيسرن، شاگردن، عام ملازمن، دوستن احبابن ۽ مٽن مائٽن جا اهي سمورا خط، پوسٽ ڪارڊ ۽ تارون شامل آهن، جيڪي آخر عمر تائين جي. ايم. سيد کي مختلف مقصدن، ڪمن ڪارين ۽ ڪن پروگرامن واري حوالي سان موڪليا ويا آهن. ادارن ۽ سياسي جماعتن جو نه رڳو جڙڻ وارو رڪارڊ پر مقصد ۽ مول متن وارو مواد به موجود آهي.

هن ڪتب خاني ۾ اهم ادارن ۽ انجمنن جي ميٽنگن اندر ٿيل بحثن جو رڪارڊ، طئي ٿيل ڳالهين ۽ ظاهر ڪيل پاليسن جو مواد پڻ موجود آهي. سيد جون 1982ع کان 1985ع تائين باقاعدگي سان ۽ ان کان اڳ ايڪڙ ٻيڪڙ لکيل ذاتي ڊائريون پڻ قابل ذڪر آهن. سيد جي ڪتب خاني ۾ فوٽن جو پڻ چڱو خاصو ذخيرو موجود آهي. سنڌ اندر هر قسم جا شايع ٿيل بي انداز پمفليٽ ۽ اشتهار پڻ ڪتب خاني ۾ موجود آهن. جي. ايم سيد صاحب جي لئبريريءَ ۾ عالمي دنيا، برصغير ۽ سنڌ جو تاريخي مواد، مختلف انسائيڪلوپيڊيائن کان سواءِ مختلف مذهبن، مختلف ملڪن ۽ قومن جي ثقافتي ورثن، علم و ادب، تعميراتي علم، سوشالاجي، سائڪالاجي، علم فلڪيات مطلب ته زندگيءَ جي هر شعبي سان وابسته مواد موجود آهي. سڀ کان وڏيڪ ذخيرو علم سياست ۽ مذهب جي مواد جو آهي.

**جي. ايم. سيد جي جدوجهد ۽ نيشنلزم** (ڪتاب): هي ڪتاب ناميا ري اديب آزاد قاضيءَ ترتيب ڏنو آهي، جنهن ۾ ملڪ جي نامور سياستدانن، اديبن ۽ قومي ڪارڪنن رسول بخش پليجي، عبدالواحد آريسر، علي نواز ٻٽ، غلام رسول سهتي، جاويد قاضي (لاهور)، خليل انصاري، حميد سبزوئي، سهيل ميمڻ، احمد علي ٽُنيي ۽ آزاد قاضيءَ جا جي. ايم. سيد جي زندگيءَ تي لکيل مضمون شامل آهن. هي ڪتاب جي. ايم. سيد لٽريري سوسائٽي، ڪراچيءَ پاران شايع ڪيو ويو آهي ۽ ڪتاب جو مقدمو آزاد قاضيءَ لکيو آهي. 128 صفحن ۽ ڪچي جلد واري هن ڪتاب جي قيمت 60 رپيا ڄاڻايل آهي. ڪتاب جي آخر ۾ آزاد قاضيءَ جو جي. ايم. سيد جي عقيدت ۾ لکيل نظم ڏنل آهي. هي ڪتاب جي. ايم. سيد جي وفات کان پوءِ 1996ع ۾ ٿيندڙ پهرين سالگره تي ڇپائي پڌرو ڪيو ويو.



**جي. ايم. سيد، ڊاڪٽر دُرشهوار جي نظر ۾** (ڪتاب): هي ڪتاب جي. ايم. سيد جي نياڻي درشهوار جي پيءُ بابت لکيل مضمون ۽ تاثرن تي مشتمل آهي. جن ۾ جي. ايم. سيد جي ذاتي زندگي، سيد جيئن مون ڏٺو پيءُ بابت يادگيريون، شفيق پيءُ جي ڪهاڻي، صوفي سياستدان جون سوچون، سي ڪيئن وساريان ۽ جي يادن ۾ شامل آهن. هنن مضمونن کي آزاد قاضيءَ ترتيب ڏنو آهي. هن ڪتاب پڙهڻ سان اهو به معلوم ٿيندو ته جي. ايم. سيد ڊاڪٽر درشهوار جي پڙهائيءَ ۾ ڪيتري حد تائين دلچسپي ورتي ۽ ڪيس اعليٰ تعليم ان ڪري ڏياري ته جيئن سنڌ جي پيغام ڪان دنيا کي واقف ڪجي.




هي ڪتاب 109 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن جي قيمت 60 روپيا آهي. هن ڪتاب کي جنوري 1999ع ۾ جي. ايم. سيد لٽريري سوسائٽي ڪراچيءَ ڇاپيو آهي.

**جي. ايم. سيد، فڪر، جدوجهد ۽ ڪردار** (ڪتاب): هي ڪتاب قومپرست اڳواڻ خالق جوڻيجي جو لکيل آهي، جنهن ۾ جي. ايم. سيد جي سياسي زندگي ۽ ڪردار بابت لکيو ويو آهي ۽ ان ڪان سواءِ ليکڪ جي قومي تحريڪ سان ويجهڙائي ۽ جي. ايم. سيد سان ٿيل پهرين ملاقات جا تفصيل به ڏنا ويا آهن. ڪتاب جو مهاڳ حافظ محمد صديق ميمڻ لکيو آهي، جڏهن ته ليکڪ پاران ڪتاب جو انتساب سندس والده، والد ۽ ٻن ڀينرن جي نالي ڪيل آهي. ڪتاب ۾ ڪل 132 صفحا آهن، ڪچي جلد واري هن ڪتاب جي قيمت 80 رپيا ڄاڻايل آهي، هي ڪتاب جي. ايم. سيد لٽرري سوسائٽي ڪراچي طرفان 1 جنوري 2000ع ۾ شايع ڪيو ويو آهي.




**جي. ايم. سيد کي ڪهاني** (ڪتاب): اردو جي نامور صحافي ظهير احمد، سنڌ جي عظيم رهنما جي. ايم. سيد جي خاندان، زندگي، سياسي سفر، فڪري جانشينن ۽ جي. ايم. سيد جي زندگيءَ جي آخري مشن بابت هيءُ اردوءَ ۾ ڪتاب لکيو آهي. ظهير احمد نظرياتي طرح جي. ايم. سيد جو مخالف رهيو آهي، پر جڏهن پهريون ڀيرو هن سَن ۾ جي. ايم. سيد سان ملاقات ڪيائين ته سيد جي اخلاق، ڪردار، مهمان نوازيءَ ۽ خيالن هن کي ايڏو ته متاثر ڪيو جو سندس شيدائي ٿي پيو ۽ مٿئين عنوان سان ڪتاب لکي ورتائين. ڊيمي سائيز جي 160 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب ۾ هن جي. ايم. سيد جي نظرياتي سفر جو جائزو وٺي ثابت ڪيو آهي ته حڪمرانن جو ننڍين قومن سان رويو ڇا آهي ۽ ڪين پٽ سان لڳائڻ ۾ اسٽيبلشمينٽ جو ڪهڙو ڪردار آهي، ظهير احمد جي. ايم. سيد تي لکڻ جي ابتدائي هنن لفظن سان ڪئي آهي: "جي. ايم. سيد سان اوهان کي هڪ لک ڀيرا اختلاف هوندا، پر اوهان هن ڳالهه کان انڪار نه ٿا ڪري سگهو ته جي. ايم. سيد اڌ صديءَ کان وڌيڪ عرصي تائين اسان جي پنهنجي تاريخ جو گمشده باب آهي". هيءُ ڪتاب نيا دور پبليڪيشن، لطيف آباد حيدرآباد پاران آڪٽوبر 1987ع ۾ ڇپيو جنهن جي قيمت 20 رپيا آهي.




**جي. ايم. سيد کي مثبت اور منفي سياست** (ڪتاب): هن ڪتاب ۾ جي. ايم. سيد جي سياست تي نقطهٔ چيني ڪئي وئي آهي، جنهن ۾ ليکڪ نظرياتي ۽ ذاتي ٽڪرائن وارن پهلوئن کي اپاريو آهي. جاويد احمد صديقيءَ جو اردوءَ ۾ لکيل هي ڪتاب شبل پبليڪيشن لميٽيڊ ڪراچيءَ، سيپٽمبر 1987ع ۾ ڇاپيو آهي، جنهن ۾ هن ڄاڻايو آهي ته "جي. ايم. سيد سنڌ جي نوجوانن جي ذهنن کي متاثر ڪندڙ سڀ ڪان بااثر سياستدان ۽ پاڪستان جي تاريخ ۾ سڀ کان ڏکهو قيد ۽ آزمائش مان گذرندڙ سياستدان آهي". ڪتاب ۾ سنڌي ڪلڪتي، نذير لغاري، مختيار عاقل، محمد علي (نمائنده نواءِ وقت) ۽ محمد اسلم ڏوگر جا ورتل انٽرويو شامل آهن. ان ڪانسواءِ جي. ايم. سيد جي ڪتاب "سنڌو ديش ڇو ۽ ڇا لاءِ" تي محمد علي خالد پاران ڪيل تلخيص، جي. ايم. سيد جي سالگرهه جو جاويد چانديي پاران لکيل اکين ڏٺو احوال، الياس شاڪر جو مضمون، 'جي. ايم. سيد جي نظريات ۾ تبديلي' ۽ لطيف خان جو مضمون، 'پٽي کي ڦاسي' شامل آهن. ڊيمي سائيز جي 164 صفحن تي مشتمل ڪتاب جي قيمت 25 روپيا آهي.




**جي. ايم. سيد ۽ انقلابين جي صدي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌ جي ناميار ليکڪ ۽ پاڪستان اسٽڊي سينٽر، سنڌ يونيورسٽيءَ جي اڳوڻي پروفيسر لعل بخش جسڪاڻيءَ لکيو آهي. هن اهم ڪتاب ۾ جي. ايم. سيد جي علمي، ادبي سياسي، سماجي ۽ ثقافتي جدوجهد جو تجزيو ڪيو ويو آهي. ان ڪانسواءِ مختلف شخصيتن سان جي ايم سيد جي تعلقاتن جو ذڪر به ڪيو ويو آهي، جن ۾: 'جي. ايم. سيد ۽ جناح صاحب'، 'جي. ايم. سيد ۽ الهه بخش سومرو' جي. ايم. سيد ۽ غلام حسين هدايت الله وغيره شامل آهن. هن ڪتاب جو آخري حصو جي ايم. سيد. جي سگهاري ڪردار جو تجزيو جي. ايم. سيد ۽ جديد قومي نظريي جي ڳولا، جي ايم سيد جي شخصيت ۽ فڪر جي تجزيي تي مشتمل آهي. 150 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 120 رپيا آهي. هيءُ ڪتاب گلشن پبليڪيشن ڇاپيو آهي.



**جي. ايم. مهڪري، ڊاڪٽر**: مشهور فلسفي، دانشور ۽ اديب، ڊاڪٽر جي. ايم. مهڪريءَ جو پورو نالو سيد غلام محي الدين ولد بئنگلوري منعم علي مهڪري هو. سندس ماءُ جو نالو رابعا امة الحليم هو. هن 19 آڪٽوبر



1908ع ۾ هندستان جي باغن واري شهر بئنگلور ۾ جنم ورتو. هن ميسور بئنگلور، پونا، ممبئي، دهلي ۽ ڪراچيءَ ۾ تعليم حاصل ڪئي. ڊاڪٽر جي. ايس. غوريءَ (Dr. G. S. Ghurye) جي شاگرديءَ ۾ ممبئي يونيورسٽيءَ مان سوشيالاجيءَ ۾ پي. ايڇ. ڊي ڪيائين. ان کان سواءِ ڊاڪٽر ايم. وي. گوپال سواميءَ وٽ سائيڪالاجي پڙهيو. ڪيس جن استادن متاثر ڪيو يا اُتساهيو، تن ۾ پروفيسر رولو Rollo (انگريزي ادب)، پروفيسر بي. ايم. شريڪانت (انگريزي ادب)، پروفيسر يا موناچي (منطق)، پروفيسر اي. آر. واديا (سوشيالاجي)، ڊاڪٽر منشادت (سوشل ورڪ)، ڊاڪٽر بهرام ميهتا (سوشيالاجي)، ڊاڪٽر شرما (قانون، دهلي يونيورسٽي)، مسٽر غوري (اردو)، شري پٽي راءِ (انگلش ۽ مئٿميٽڪس) ۽ ٻيا شامل هئا. ورلڊ اسڪائوٽ موومينٽ سان تعلق هئڻ ڪري سرزمين سنڌ سان ورهاڱي کان اڳ ئي سندس شناسائي هئي، ان ڪري پاڪستان جي قيام کان پهرين ڪراچي، سنڌ ۾ اچي سڪونت اختيار ڪيائين.

جي. ايم. مهڪري انگريزي اخبار ’ڊان‘ (Dawn) ۽ سيد غلام مصطفيٰ شاهه جي ادارت هيٺ نڪرندڙ، سنڌ ڪئاٽرلي (Sindh Quarterly) جو مستقل ليکڪ هو. سندس ڪالم ۽ مضمون، علمي ۽ فڪري حلقن ۾ وڏي دلچسپيءَ سان پڙهيا ويندا هئا.

جي. ايم. مهڪري، بئنگلور مان هجرت ڪري آيو هو، ان ڪري جنهن وقت به ڪيس جنم ڀومي بئنگلور جي ياد شدت سان ايندي هئي، تنهن وقت هو پنهنجي مضمون مٿان پنهنجو فرضي نالو ’بئنگلور مهڪري‘ لکندو هو ۽ ڪڏهن ’بئنگلوري‘ به لکندو هو. پنهنجي نالي جي. ايم. مهڪريءَ لاءِ پنهنجي دوست محمد ابراهيم جويي کي هڪ خط ۾ لکيائين ته: ”منهنجي پڇڻ ڪانسواءِ منهنجي مائٽن مون تي غلام محي الدين مهڪري نالو رکيو هو. ان کي مون ننڍو ڪري جي. ايم. مهڪري سڏيو پر ان مان منهنجو هاڻي مطلب منهنجو ادبي نالو ’گلاب - موتيا مهڪ‘ آهي!“

محمد ابراهيم جويي، سندس انگريزي ڪالمن/ مضمونن کي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري، ڪتابي صورت ۾ ڇپايو ته ان جو نالو ’مهڪريءَ جا مضمون‘ رکيائين، جنهن لاءِ جويو صاحب لکي ٿو ته ’سندس (جي. ايم. مهڪريءَ جي) دستوري آزاد فڪر ۽ ان جي بي خوف اظهار جي نسبت سان جي. ايم. مهڪري، (مَحَڪ/مِحَڪ‘ بمعنيٰ ڪسوٽي‘، پيمانو) ڪندي، سندس سڃاڻپ، مهڪريءَ جي نالي سان ڪرائڻ جي جرئت ڪئي اٿم.“

جي. ايم. مهڪريءَ جي علمي حيثيت ۽ فڪري وسعت جا معترف سنڌ جا ڪيترائي اديب ۽ عالم رهيا، جن ۾ محمد ابراهيم جويو، محمد عثمان ڏيپلائي، سيد غلام مصطفيٰ شاهه، شيخ اياز، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، غلام رباني آگرو، مظهر يوسف ۽ خيرالنساءِ جعفريءَ وغيره جا نالا خاص طور اچي وڃن ٿا. شيخ اياز، مهڪري صاحب جي علمي حيثيت ۽ لياقت کي پرکيندي، کيس سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ وزيٽنگ پروفيسر ڪري رکيو هو. جنهن حيثيت سان هو 1977ع، 1978ع ۽ 1979ع وارن سالن ۾ سوشيالاجي ۽ سائيڪالاجي شعبن جي شاگردن کي ليڪچر ڏيندو ۽ پڙهائيندو هو. سندس سنڌ يونيورسٽيءَ جي اڳوڻن شاگردن مان مشهور ڪهاڻيڪار منظور ڪوهيار به هڪ آهي، جنهن پنهنجي ڪتاب ’ڪي ڪي ماڻهو وديا ساگر‘ (2010ع) ۾ سندس باري ۾ هڪ مضمون ’مهاپرش‘ جي نالي سان لکي، کيس زبردست خراج تحسين پيش ڪندي سندس نقشو هن ريت قلمبند ڪيو آهي: ”مان جڏهن به تصور جي اک سان ڏسان ٿو ته اوڻهتر ستر سالن جي عمر رسيده، دراز قد ۽ پُورن وارن واري شخص جي شبيهه اکين اڳيان ڦري ٿي اچي. هڪ يگانو شخص هٿرادو مشين (Pake Maker) سان دل ڪنيون، آرٽس فيڪلٽيءَ جي ٻه ماڙ بلڊنگ جي ڏاڪڻين تي چڙهندو، سوشيالاجي ڊپارٽمينٽ جي ڪلاس روم ۾ داخل ٿيندو هو... ڳالهائيندو هو ته ڄڻ ساهه جو ساگر ٿو ڇلڪي، سندس ليڪچر دوران ڪا جهل پل نه هوندي هئي، ڪير ڪهڙي به ڊپارٽمينٽ جو هجي، ڪهڙي به مڪتبهٔ فڪر جو هجي، اچي کيس ٻڌندو هو“.

محمد ابراهيم جويو جي. ايم. مهڪريءَ جو نه رڳو مداح ۽ دوست رهيو آهي، هن سندس انگريزي ڪالم ۽ مضمون سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري ڇپائڻ سان گڏ سندس انگريزي مضمونن جو مجموعو به ترتيب ڏئي، سنڌ فرينڊس سرڪل، حيدرآباد پاران ڇپايو. انهن ٻنهي ڪتابن جا نالا ۽ ڇپائيءَ جا سال هن ريت آهن:

(1) مهڪريءَ جا مضمون (ترتيب، ترجمو ۽ پيش لفظ م. ا. جويو: 1985ع)، (2) Sorrows of Sindh/ Introdution, by: Mohammad Ibrahim Joyo (1987ع).

ڊاڪٽر مهڪري سنڌ ۽ سنڌي قوم جو عاشق هو. هن کي ’مهاجر‘ لفظ کان چڙ هئي. هو چوندو هو ته: ”آءٌ سنڌي آهيان، اُن ڪري جو آءٌ سنڌ ۾ پنهنجيءَ مرضيءَ سان آيو هوس، نه ڪي مجبوريءَ مان“. هن فڪري طرح سيڪيولر انسان دوست ۽ علم جي بحر شخص، جي. ايم. مهڪريءَ، 15 آگسٽ 1995ع تي ڪراچيءَ ۾ وفات ڪئي.

**جيبوتي/ جبوتي** (Djibouti): هن ملڪ جو نالو جمهوريهٔ جِبوتي (Republic of Djibouti) آهي. هيءُ اتر اوڀر آفريقا جو ملڪ آهي. هن جي اتر ۾ اريٽريا، ڏکڻ ۽ اولهه ۾ ايٿوپيا، ڏکڻ اوڀر ۾ صوماليا، اوڀر ۾ عدن نار جا ملڪ آهن. جِبوتيءَ جي ڪل پکيڙ 23200 چورس ڪلوميٽر (8958 چورس ميل) ۽ آبادي 4 لک 54 هزار آهي. هن ملڪ جو سڀ کان مٿانهون هنڌ موسيٰ علي (بلندي: 2063 ميٽر) آهي. هن ملڪ جي گاديءَ جو هنڌ جبوتي شهر آهي ۽ سرڪاري ٻولي عربي آهي. جڏهن ته هتي فرانسيسي، آفار، ايساس ۽ صومال ٻوليون پڻ ڳالهايون وڃن ٿيون. هتان جي موسم گرم ۽ گهميل آهي. مئي کان آڪٽوبر برسات جا مهينا آهن، پر هتي برساتون گهٽ پونديون آهن. جِبوتيءَ جي مکيه زرعي پيداوار ۾ ڪجي، ٻاجهيون آهن ۽ مکيه

صنعتن ۾ بوتلون ٺاهڻ، چمڙو، هٿ جون شيون، بندر گاهه جي آمدني، ميڻ ۽ ڪلون آهن. جبوتي هڪڙي ننڍڙي جمهوريه آهي. صدر رياست جو مملڪتي اڳواڻ (هيڊ آف اسٽيٽ)، سڀني انتظامي اختيارن جو مالڪ ۽ هٿياربند فوج




جو ڪمانڊر ان چيف آهي. هن ملڪ جي آزاديءَ جو ڏهاڙو، 27 جون 1977ع آهي ۽ هن ملڪ جي گڏيل قومن جي اداري (UNO) ۾ ميمبرشپ 20 سيپٽمبر 1977ع کان آهي.

**جيت** [1]: تمام ننڍڙن ساهوارن کي جيت سڏيو وڃي ٿو. جيتن جا ڪيترائي قسم آهن. جهڙوڪ: زمين تي سُرندڙ جيت، جن کي سرٽا به چون، اڏامندڙ جيت، پيرن وارا رڙهندڙ جيت، پوکن ۾ ٿيندڙ جيت، وڻن ٻوٽن کي ڪائيندڙ جيت، پاڻيءَ جا جيت، برسات ۾ ٿيندڙ موسمي جيت وغيره. انهن ۾ ڪي اهڙا جيت به ٿيندا آهن، جيڪي ڪي خاص وچڙندڙ بيماريون پيدا ڪندا



آهن. انهن مان گهڻا جيت زهريلا هوندا آهن. جيڪي سڀني ساهوارن، ٺوڙي ٻوٽن کي سخت نقصان رسائيندا آهن. موسمي جيت هڪڙي ئي وقت تي لکن ڪروڙن جي تعداد ۾ پيدا ٿيندا آهن ۽ مند پوري ٿيڻ تي ختم ٿي ويندا آهن. انهيءَ قسم جي جيتن ۾ مينهن ۾ پيدا ٿيندڙ پتنگ يا پرن وارا ماڪوڙا، ماڪوڙيون، ووڻٽڻ ۽ انبن ۾ لڳندڙ مهلو ۽ پکڻ خاص آهن. وچڙندڙ بيمارين وارن جيتن جي پيدائش جو سلسلو هن طرح آهي ته جيتن مان جيت پيدا ٿيندا آهن ۽ اهڙي تڪڙي واڌ ڪندا آهن، جو ڪلاڪن ۾ سندن تعداد ڪروڙن کي پهچي ويندو آهي. ڪي جيت وري ٻين ساهوارن جي رت تي پلجندا آهن، جيئن مڇر، منگهڻ، جُوا، جُون ۽ چورون وغيره.

گهڻن جيتن جو علاج ٿي سگهي ٿو. سواءِ وچڙندڙ بيمارين جي جن مان ورلي ڪو ساهوارو بچندو آهي. پوکن جي جيتن لاءِ جيت مار دوائون استعمال ڪرڻ سان گهڻي حد تائين فائدو ٿي ويندو آهي. هنن جيتن مان ڦهلجندڙ بيمارين کان بچڻ لاءِ ڳوٺن ۽ گهرن ۾ صفائي رکجي، پاڻيءَ جا ڍبا ختم ڪرڻ ۽ پاڻ جا ڍڳ پري اڇلڻ يا ساڙي ڇڏڻ گهرجن. اهڙيءَ ريت بيمارين کان نجات ملي ويندي آهي.

**جيت** [2] (راڳڻي): ماروا ٺاٺ جي اوڙو راڳڻي، جنهن ۾ مڌم ۽ نکاد جا سُر ورج آهن. ريوا راڳ ۾ مڌم ۽ نکاد ورج آهن. ٻياس ۾ به مڌم ۽ نکاد ورج آهن. ان لاءِ اهو امڪان رهي ٿو ته اهي ٽئي راڳڻيون پاڻ ۾ ملي نه وڃن. پر گرنٿن ۾ اصول آهي ته انهن جا وادي ۽ سموادي سُر بدليل هوندا. ڪي ڳائڻا هلڪي تيور مڌم جي مرڪ امروهيءَ ۾ هڻندا آهن. ڪي هن کي ڪلياڻ ٺاٺ ۾ ڳائيندا آهن. پر اهي اصول درست ڪو نه آهن. ڪن گرنٿن ۾ جيت پوربي ٺاٺ جي راڳڻي طور ڄڻيل آهي. پوربي ٺاٺ ۾ رکب ڇڏڻ سان سري ٽنڪ جو روپ نهندو ۽ گنڌار ڇڏڻ سان جيت جو روپ جڙندو. اها ڳالهه ذهن ۾ رکڻ گهرجي ته جنهن مت ۾ راڳ پنهنجي قاعدي سان ٻين راڳن کان صاف الڳ ٿي بيهن، انهن کي غلط نٿو سڏي سگهجي.

جيت جي چال: سا را گي را- سا- را گي- پا- پا- ڌي گي- پا ڌي گي- را گي – ڌي پا گي- را- سا آهي. جڏهن ته هن راڳڻيءَ جي آروهيءَ سا را گي پا ڌي سَا ۽ امروهي: سا ڌي پا گي را سا آهي. وادي سُر پنچم ۽ سم وادي سُر کرج اٿس. هيءَ راڳڻي شام جي وقت ڳائبي آهي.

**جيت سري** (راڳڻي): پوربي ٺاٺ جي اوڙو سمپورن راڳڻي، جنهن جي آروهي ۾ رکب ۽ ڌيوت ورج آهن ۽ امروهي سمپورن آهي. ڪن وٽ گنڌار وادي سر آهي ته ڪن وٽ کرج آهي. ڪي پنڊت هن راڳڻيءَ کي ڌيوت تيور هٽي ماروا ٺاٺ ۾ شامل ڪن ٿا، پر لکش سنگيت جو ليکڪ لکي ٿو ته: هيءَ براري - ديسڪار ۽ ڏولسريءَ جي ميلاپ مان ٺهيل آهي. شام جي وقت وارن راڳن ۾ هيءَ واحد راڳڻي آهي، جنهن جي آروهيءَ ۾ رکب ۽ ڌيوت ورج آهن. ان لاءِ هن جي صورت به الڳ بيٺل آهي.

خاص تان: ني سا- را سا- گي پا- گي- را سا- ني سا- گي مِي پا ڌا- مي پا- گي پا-مي گي- را سا آهي. جڏهن ته هن آروهي: سا گي مي پا ني سَا ۽ امروهي: ساني ڌا پا مي گي را سا اٿس. وادي سُر گنڌار ۽ سموادي کرج آهي. هيءَ راڳڻي شام جي وقت ڳائبي آهي.

**جيت ڪلياڻ** (راڳڻي): هيءَ راڳڻي ٻن نمونن سان ڳائي ويندي آهي، هڪ ماروا ٺاٺ سان ۽ ٻيو ڪلياڻ ٺاٺ سان. ٻنهي ٺاٺن ۾ هيءَ اوڙو راڳڻي ليکجي ٿي، يعني هن ۾ مڌم ۽ نکاد جا سُر نٿا لڳايا وڃن. هندستاني راڳن ۾ هونئن هيءَ راڳڻي ڪلياڻ ٺاٺ ۾ ليکي ۽ ڳائي ويندي آهي. لکش سنگيت جي ليکڪ هن راڳڻيءَ کي ماروا ٺاٺ ۾ ڄاڻايو آهي. سندس چوڻ آهي ته، "ائين ڪرڻ سان هن راڳڻيءَ جي شڪل ديسڪار ۽ ڀوپاليءَ کان الڳ ٿي بيهندي." راڳ ساگر جي ليکڪ ٺاٺ ڪلياڻ ۾ هن راڳڻيءَ کي سري کان ڄڻيو ٿي

ڪونهي. هن راڳڻيءَ جي آروهي: سا ري ڳي پا ڌي سا ۽ امروهي سا ڌي پا ڳي ري سا آهي، جڏهن تہ هن راڳڻيءَ جي ڳائڻ جو وقت رات جو آهي.

**جي تند برابر توريان** (ڪتاب): سنڌ جي مهان شاعر ۽ ڪهاڻيڪار شيخ اياز جي مختلف ڪهاڻين کي سهيڙي ڊاڪٽر انور فگار هڪڙي 'جي تند برابر توريان' جي نالي سان ڪتابي شڪل ڏني آهي. ڪهاڻين جي هن مجموعي ۾ شيخ اياز جون ورهاڱي کان پهرين 'اڳتي قدم'، 'سنڌو' ۽ ٻين رسالن ۾ ڇپيل ڪهاڻيون شامل ڪيون ويون آهن، جن ۾: اسان جي سنڌ، پنهل کان پوءِ، نظيران، ڪلٽي، هڪ شمع ۽ پروانا، شرابي، چار ايڪڙ ٻني سميت 24 ڪهاڻيون شامل آهن. هن مجموعي ۾ ڊاڪٽر قاضي خادم ۽ ستار پيرزادي جي شيخ اياز جي ڪهاڻين تي لکيل مقالن سان گڏ، جمال ابڙي جا خيال پڻ ڏنل آهن. نومبر 1998ع ۾ سنڌ ادبي اڪيڊمي ڪراچيءَ پاران شايع ڪيل ڪچي جلد واري هن ڪتاب ۾ ڪُل 160 صفحا آهن، جڏهن تہ ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب جي قيمت 100 روپيا آهي.




**جي پيار هجي ها پاڇولو** (ڪتاب): هي ڪتاب ناليواري ڪهاڻيڪار، ڊرامانگار، نقاد ۽ شاعر، قمر شهباز جي ڪهاڻين جو ٽيون ڪتاب آهي. هي ڪتاب ورسٽي سنڌي پبليڪيشن، ڪراچي يونيورسٽيءَ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. هن ڪتاب کان اڳ، قمر شهباز جي ڪهاڻين جا ٻہ ڪتاب 'قمر شهباز جون چونڊ ڪهاڻيون' (1983ع) ۽ 'اُنون گهر' (1989ع) ڇپيل آهن. قمر شهباز جي هن ٽئين ڪتاب 'جي پيار هجي ها پاڇولو' ۾ ڪل 26 ڪهاڻيون شامل آهن. ڪتاب تي ٻہ اکر ورسٽي پبليڪيشن جي چيئرمئن پروفيسر محمد سليم ميمڻ لکيا آهن ۽ ڄاڻايو آهي تہ "قمر شهباز جي هر ڪهاڻيءَ مان سندس شخصيت ليٽا پائيندي نظر اچي ٿي. هن زندگيءَ جي عام معاملن ۽ مسئلن کي پنهنجي ڪهاڻين جي زينت بڻايو آهي ۽ بيباڪيءَ سان پنهنجي نقطہ نظر کي بيان ڪيو آهي." ڪتاب جو مهاڳ ناميارا ڪهاڻيڪار ۽ نقاد شوڪت حسين شوري لکيو آهي. هو لکي ٿو تہ "قمر شهباز جي ڪهاڻين جي وڏي خوبي اها آهي تہ انهن ۾ پيچيدگي ڪانهي، مونجهارا ڪونہ آهن.... قمر شهباز جو انداز بيان ايترو سنئون سڌو آهي، جنهن کي پڙهندڙ سولائيءَ سان سمجهي وڃن ٿا. سنڌي سماج جون ڪمزوريون، ڪوتاهيون، اڻبرابري، نااِنصافي، ڪمزور طبقي جي ماڻهن تي ٿيندڙ ظلم ۽ ڏاڍائي، قمر شهباز جي ڪهاڻين جا موضوع آهن."




هن ڪتاب ۾ 'منهنجي ڪهاڻين جا ڪردار' عنوان سان قمر شهباز جو مختصر مضمون بہ شامل آهي. هن ڊيمي سائيز جي 296 صفحن تي مشتمل ڪتاب جي ڇپائيءَ ۾ ورسٽي سنڌي پبليڪيشن سان ثقافت کاتي سنڌ جو سهڪار بہ شامل آهي ۽ ڪتاب جي قيمت 300 روپيا آهي.

**جيجي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ناليواري اديب ۽ ڪمپيئر نصير مرزا، سنڌ جي لوڪ فنڪاره، شاعره، افسانہ نگار، ڪهاڻيڪار، قومي ڪارڪن، استاد ۽ جاکوڙي ڪردار جيجي زرينہ بلوچ جي فن ۽ شخصيت تي مرتب ڪيو آهي. هن ڪتاب کي مختلف حصن ۾ ورهايو ويو آهي ۽ انهن ۾ ٻہ مهاڳ شامل آهن. ڪتاب ۾ جيجي زرينہ جا مختلف وقتن تي اخبارن ۽ رسالن کي ڏنل انٽرويو، آتم ڪٿا ۽ زرينہ بلوچ جي لکيل جڳ مشهور ڪهاڻي 'جيجي' بہ شامل آهن. ان کان سواءِ جيجي زرينہ جي ڪهاڻين جي مجموعي 'تنهنجي ڳولا، تنهنجون ڳالهيون' خير النساء جعفريءَ جو لکيل مهاڳ، سندس تفصيلي پروفائل ۽ ماهر اديب ۽ ڏاهي رسول بخش پليجي، ماهتاب محبوب، ڊاڪٽر قمر واحد، امداد حسيني، ريٽا شهاڻي، عطيہ دائود، تنوير جوڻيجي، اياز لطيف پليجي سميت سنڌ ۽ هند جي انيڪ اديبن جا تاثر ۽ مضمون، رشيد ڀٽي، سسئي پليجو حسن مجتبيٰ، امر سنڌو ۽ نصير مرزا سميت ڪيترن اديبن جا ليک بہ هن ڪتاب ۾ شامل آهن. هن ڪتاب ۾ جيجي زرينہ بلوچ جي سموري زندگيءَ ۾ ڳايل گيتن جي تفصيل سان گڏ بيماري ۽ سندس وفات کان پوءِ مختلف اخبارن، رسالن جا ايڊيٽوريل، تعزيتي خط ۽ خبرن جا سرا بہ شامل ڪيا ويا آهن. ڪتاب ۾ جيجي زرينہ جي تصويرن جو البم بہ شامل ڪيو ويو آهي، جنهن ۾ مختلف اديبن ۽ گهر ڀاتين سان گڏ سڄي دنيا جي مختلف ملڪن جي دورن ۽ پروگرامن جون تصويرون شامل آهن. ڪتاب ۾ جيجيءَ بابت انگريزي ۽ اردو ۾ بہ مواد ڏنو ويو آهي. ڪتاب جي ارپنا سندس لائق نياڻي اختر بلوچ جي نالي ڪئي وئي آهي. پڪي جلد واري هن ڪتاب ۾ سنڌي ۽ اردو سيڪشن جا 569 صفحا ۽ انگريزي سيڪشن جا 37 صفحا شامل آهن. ڪتاب جا مهاڳ، محمد ابراهيم جويي ۽ حميد سنڌيءَ لکيا آهن. هيءُ ڪتاب ڪويتا پبليڪيشن، حيدرآباد طرفان 2006ع ۾ شايع ڪيو ويو آهي ۽ ڪتاب جي قيمت 400 روپيا آهي.


جيجي

نصير مرزا

**جيجي زرينہ بلوچ**: جيجي زرينا بلوچ جو اصل نالو آمنا هو. هوءَ 29 ڊسمبر 1934ع تي حيدرآباد لڳ ڳوٺ الهداد چنڊ ۾ ڄائي. سندس والد محمد موسيٰ جلالاڻي سرڪاري ملازم هو. هن ميونسپالٽيءَ ۾ تعليم کاتي ۾ ڪم ڪيو. سندن خاندان ۾ ڳائڻ وڄائڻ کي سٺو نہ سمجهيو ويندو هو. سندس والد هڪ باشعور ماڻهو هو، ان ڪري پنهنجي نياڻيءَ کي تعليم ڏيارائين. زرينہ بلوچ، فائنل، اديب ۽ اديب فاضل تائين پڙهي. پڙهڻ دوران



هن جو راڳ سان نينهن لڳو. اسڪول ۾ سنڌ جي نالي واري شخصيت دادي ليلان کي ڳائيندي ٻڌي زرينه بلوچ راڳ جي ميدان ۾ آئي. تنهن کان سواءِ مشهور لوڪ فنڪارن نارو ڀڳت ۽ رقيه خانم کان به متاثر هئي. ابتدائي راڳ جي تربيت دادي ليلان کان ورتائين. ريڊيو تي اچڻ کان پوءِ 1960ع ۾ استاد محمد جمن جي باقاعدي شاگرديائي ٿي. ريڊيو حيدرآباد تي پهرئين آڊيشن ۾ ناپاس ٿي، سندس اهو آڊيشن ذڪا درانيءَ ورتو هو. هن اهو آڊيشن برقعو پائي ڏنو. مطلب ته ان زماني ۾ جيجيءَ لاءِ ماحول پابنديءَ وارو هو. هن اهي روايتي پابنديون آهستي آهستي ٽوڙي ڇڏيون. ڪجهه عرصي کان پوءِ 1960ع ۾ ريڊيو حيدرآباد پاران هڪ ڳائڻ جو مقابلو ٿيو. جنهن ۾ ڇهه سؤ نون ڳائڻن حصو ورتو انهن ۾ زرينه بلوچ ٽيون نمبر آئي. جڏهن ته پهريون نمبر الهڏنو شيدي ۽ ٻيون نمبر دين محمد عرف دينو ميرپورخاص وارو آيو. زرينه بلوچ ان موقعي تي نارو ڀڳت جو ڳايل شاهه صاحب جو ڪلام ”جو ٿيون ڏيو متيون، وس ته پنهنجي ۾ ناهيان“ ڳايو. اهو ئي ڪلام سندس وڌيڪ مقبوليت جو سبب بڻيو. هوءَ 1960ع ۾ ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج فار وومين حيدرآباد ۾ ماسترياڻي مقرر ٿي. سنڌ يونيورسٽي ماڊل اسڪول ۾ پڻ پڙهايائين. 36 سال تعليمي خدمت ڪري 1996ع ۾ رٽائر ٿي، سندس اها خدمت به واکاڻ لائق آهي. سياسي حوالي سان به سندس خدمتون ساراهڻ جوڳيون رهيون. هوءَ سنڌ جي نالي واري سياسي اڳواڻ رسول بخش پليجي جي گهرواري هئي. هوءَ گهرداريءَ سان گڏ مڙس سان سياست ۾ به ٻانهن ٻيلي رهي. سنڌياڻي تحريڪ ۾ به سرگرم رهي. هن سياست ڪندي جيل به ڪاٽيو. شاگردن توڙي عام ماڻهن ۾ قومي شعور جاڳائڻ لاءِ قومي شاعريءَ کي جهر جهنگ ڳايو. قومي گيتن کان سواءِ هوءَ لوڪ گيتن جي ڪري به مشهور هئي. هن لوڪ گيتن کي گڏ ڪري انهن جي شاعري ۽ ڌن سنواري ڳائي، جيڪو هڪ اهم ڪم آهي. مثال طور لوڪ گيت ”پينر منهنجو چلڙو پاٽيءَ ۾“ هن منظر عام تي آندو، جيڪو ريڊيو تي راڳ جي راڻيءَ عابده پروين جي مڙس ۽ مشهور پروڊيوسر شيخ غلام حسين رڪارڊ ڪيو. اهو لوڪ گيت جيجيءَ وٽ هڪ شاگرديائيءَ آندو، جيڪا حيدرآباد جي پر ۾ زئنورن جي ڳوٺ جي رهواسڻ هئي، هن جيڪي ٻول جيجيءَ کي ٻڌايا سي هئا:

اري مارو گرگلو ٿي پيو گهر گهلو
ڪري پيو کوهه ۾...

انهن ٻولن کي سڌاري ۽ واڌارو ڪري جيجيءَ ٺاهيو ته:

پينر منهنجو چلڙو پاٽيءَ ۾
ٿي پيو گهر گهلو ڙي
ڪري پيو کوهه ۾ ڙي
کوهه جي نار ۾ ڙي
نار جي نيسر ۾ ڙي
پينر منهنجو چلڙو پاٽيءَ ۾ ...

جيجي هڪ لوڪ گيت ڳائيندي هئي ”ڇڏ پراوا سونا ڪنگڻ، ڇڏ پرائو هار“. اهو لوڪ گيت جيجيءَ کي هن صورت ۾ مليو ”ڇڏ پرائي سرميداڻي، ڇڏ پرائو هار، مون کي مينا تي ونگا چاڙهائي ڏي چار“. اهڙيءَ ريت ڪيترائي لوڪ گيت جيجي زرينه نه رڳو محفوظ ڪيا، پر انهن جون ڌنون به سانڍيون، جيڪو سنڌي موسيقيءَ جو هڪ املهه خزانو آهي. ڪجهه لوڪ گيتن جون وري هن ڌنون پاڻ به ٺاهيون. جن مان ’شل بوند وسئي، لاڏل بوڇڻ تي‘ به هڪ آهي. جيجيءَ جو چوڻ هو ته مون جڏهن اها ڌن ٺاهي ته خبر نه هيم ته ڪهڙي سر ۾ ٺاهي اٿم. جڏهن استاد محمد جمن کي ٻڌايم ته چيائين، تِلنگ ۾ آهي. پوءِ اها ريڊيو حيدرآباد تي پروڊيوسر انور بلوچ رڪارڊ ڪئي. لوڪ گيتن کان سواءِ هن مختلف صوفي توڙي جديد شاعرن جا ڪلام به ڳايا آهن. سڀني کان وڌيڪ شيخ اياز کي ڳاياڻين. ٽي ويءَ تي ڪيس پروڊيوسر عبدالڪريم بلوچ متعارف ڪرايو. هن ٽي ويءَ تي سڀ کان اڳ ۾ بلوچي نغمو ڳايو، جنهن جا ٻول ’ليلا او ليلا بيا تران سيلان‘ هئا. هن بلوچيءَ ۽ سنڌيءَ کان سواءِ اردو، سرائڪي ۽ پنجابيءَ ۾ به ڳايو. سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ پڙهندڙ فلسطيني شاگردن پاران حيدرآباد ۾ ٿيل هڪ تقريب ۾ هن عربيءَ ۾ ڳايو. جنهن تي ڪيس فلسطيني شاگردن پاران اوارڊ مليو. جيجيءَ ٻڌايو ته اذان پيرويءَ ۾ پڙهي ڳائي ويندي آهي. سنڌيءَ کان سواءِ مصريءَ ۾ به پيروي ٿئي. ان ڳالهه کي ذهن ۾ رکي مون عربيءَ ۾ ڳايو ۽ ان جي ڌن پاڻ ٺاهي. زرينه بلوچ جون ڪافي ڪيسيٽون مارڪيٽ ۾ آيون. پاڪستان کان ٻاهر آمريڪا، برطانيه، دبئي، هندستان ۽ ڪئناڊا ۾ به فن جو مظاهرو ڪيائين. هوءَ بهترين ڳائڻي، ماسترياڻي، قومي ڪارڪن ۽ ڪمپيئر هئڻ سان گڏ سٺي ڪهاڻيڪار به هئي. سندس پهرين ڪهاڻي ماهوار ’روح رهاڻ‘ ۾ ڇپي، جنهن جو موضوع هو ’مان توکي گيت ڏيان او ڌرتي‘. سندس لکيل ۽ ترجمو ڪيل ڪهاڻين جو ڪتاب ’تنهنجي ڳولا، تنهنجون ڳالهيون‘ به ڇپجي چڪو آهي. جيجي زرينه غير تڪراري شخصيت هئي. سائين جي. ايم. سيد ۽ قومي ڪارڪن به سندس وڏي عزت ڪندا هئا. هوءَ قومي هلچل جي اڪثر ميڙاڪن ۾ ڳائي ڪارڪنن جي جذبن کي اتساهيندي هئي. ڪيس ’جيجي‘ نالو قومي ڪارڪنن ڏنو هوءَ سڄيءَ سنڌ جي ’جيجي‘ هئي.

جيجي زرينه بلوچ کي ڪيترا مڃتا اوارڊ مليا، جن ۾ شاهه لطيف اوارڊ ۽ قلندر لعل شهباز اوارڊ اهم آهن. جيجي زرينه 25 آڪٽوبر 2005ع جي رات جو لاڏاڻو ڪيو. سندس اولاد ۾ اسلم بلوچ، اختر بلوچ ۽ اياز لطيف پليجو آهن. جن مان پوين ٻن سنڌ جي سياست جي دنيا ۾ چڱو نالو ڪڍيو آهي.

**جي جيءَ کي جيارين (ڪتاب)**: هيءُ ڪتاب مشهور ليکڪ آزاد قاضيءَ ترتيب ڏنو آهي، جيڪو جي. ايم. سيد فائونڊيشن پاران ڇپجي شايع ٿيو آهي. هن ڪتاب ۾ سائين جي. ايم. سيد جي، 2007ع ۾ سڏايل سالگرهه جي موقعي تي ’مشاهير سنڌ‘ ڪانفرنس ۾ پڙهيل مقالا ۽ مضمون شامل آهن، جيڪي جنوري 2010ع ۾ جي. ايم. سيد فائونڊيشن جي چيئرمئن سيد جلال محمود شاهه ڇپائي پڌرا ڪيا آهن. هن ڪتاب ۾ مختلف ليکڪن پاران ”سائين جي. ايم. سيد سان گڏ مومن مليرائي، شهيد قيوم منگي، محمد صديق پکيئڙي، ساڌو هيرانند، محمد سومار شيخ، مولانا عبدالڪريم چشتي،



ڊاڪٽر تنوير عباسي، حفيظ قريشي، محمد خان مجيدي، عبدالوهاب پيپي، ڏيارام گدومل، ڊاڪٽر ٽلومل ڏيراواڻيءَ ۽ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ" تي لکيل مضمون شامل آهن، جيڪي غلام رباني آگري، علي نواز ٻٽ، باري منگي، ڊاڪٽر محمد علي مانجهي، آدم ٻٽ، ڊاڪٽر هدايت پريم، انور فگار هڪڙي، ڊاڪٽر نور افروز خواجه، حفيظ قريشي، ولي محمد سهرياڻي، يعقوب چانڊيي ۽ محمد ابراهيم جويي جا لکيل آهن. ڊيمي سائيز جي 224 صفحن جي هن ڪتاب جي قيمت 250 روپيا آهي.

**جي جي ونتي** (راڳڻي): هيءَ ڪماچ ٺاٽ جي سمپورن راڳڻي آهي، جنهن ۾ ٻئي گنڌار ۽ ٻئي نکادون لڳايون وڃن ٿيون. هن راڳڻيءَ ۾ ڪٿي ڪٿي ديس راڳڻيءَ جو انگ نظر اچي ٿو ليڪن ٻنهي گنڌارن جي هئڻ ڪري، ديس کان الڳ ٿي بيهي ٿي. پنڊت، امروهيءَ ۾ رکب سان گڏ ڪومل گنڌار لڳائيندا آهن. اهڙيءَ طرح نکاد ڪومل امروهيءَ ۾ تيور نکاد اَروهيءَ ۾ لڳندو آهي. هن راڳڻيءَ ۾ ڇاياناٽ وانگر مندر اَستان جي پنجم ۽ مڌ اَستان جي رکب جي سنگت رهي ٿي. سڌو اصول قائم ڪيل آهي ته آروهيءَ ۾ تيور نکاد ۽ گنڌار لڳندو ته امروهيءَ ۾ ڪومل نکاد ۽ گنڌار لڳندو. هيءَ بلاول، گونڊ ۽ سورٺ راڳ جو مرڪب آهي. هن جي آروهي، ساري ري، گي ري سانا ڌي پا آهي ۽ هن جي امروهي، سانا ڌي، پاما ري، گي ري ني سا آهي.جڏهن ته وادي سُر رکب ۽ سموادي سُر ڌيوت آهي. هن جي خاص تان، سا، ري ري، گي ما، پا، ماگي، ري ساني سا، ري گا ري، سا، نا ري پا، ري گي ما، ساني سا ري گا ري سا، ري ري سا، ني سا ري گا ري سا، نانا ڌي پا آهي.

**جيرو** (Cumin Seed): جيرو هڪ اهم مصالحي وارو فصل (Spice Crop) آهي. برصغير ۾ هيءُ فصل تمام آڳاٽي وقت کان پوکبو اچي ٿو سنڌ ۾ هن فصل جي پوک تمام محدود ايراضيءَ تي ربيع جي موسم ۾ ڪئي وڃي ٿي. ڏکڻ سنڌ جي لاڙ ۽ ٿر جي علائقي ۾ جيري جي فصل جي پوک ڪئي وڃي ٿي. هيءُ فصل دوباري پوک طور لڳايو وڃي ٿو جيرو وڌيڪ ناڻي ڪمائڻ وارن فصلن ۾ شامل آهي.



**زمين جي چونڊ**: هن فصل جي پوکيءَ لاءِ وارياسي ۽ وارياسي لٽاسي زمين وڌيڪ موزون آهي. جڏهن ته سم ۽ ڪلر واريون زمينون هن فصل لاءِ بهتر نه آهن. ڏکڻ سنڌ ۾ سارياال جي علائقي ۾ دوباري فصل طور پوکيو وڃي ٿو.

**زمين جي تياري**: جيري جي پوک لاءِ زمين کي هڪ يا ٻه هرڏئي، پتريجي، زمين ۾ وٿاڻ جي ڀاڻ جون 20 کان 25 گاڏيون في ايڪڙ وجهي، ديسي هر سان ملائي، زمين کي هموار ڪجي. پوکيءَ لاءِ زمين جي تياري پوري ٿيڻ وقت، ٻارا ٺاهي، ان تي پوکي ڪجي.

**جنسون**: هن فصل جون ٻه جنسون يا قسم ٿين ٿا، هڪ اڇي ۽ ٻي ڪاري ٻج واري جنس، جنهن کي عام طور سفيد جيرو ۽ ڪارو جيرو چيو وڃي ٿو.

**پوکيءَ جو وقت**: هيءُ فصل ربيع جي موسم ۾ پوکيو وڃي ٿو جنهن لاءِ سرد موسم جي ضرورت پوي ٿي، تنهنڪري هن فصل کي ڊسمبر ۽ جنوريءَ جي مهينن ۾ پوکجي. هيءُ فصل 90 ڏينهن ۾ پچي تيار ٿي وڃي ٿو.

**پوکيءَ جو طريقو**: هيءُ فصل ڇٽ ڪيڙ ۽ ناڙيءَ ذريعي پوکيو وڃي ٿو. سارياال علائقي ۾ جڏهن زمين وٽ ۾ اچي ته فصل جو ٻج ڇٽ يا ڪيڙ وسيلي پوکجي، يا وري جڏهن ته وڌيڪ پيداوار لاءِ ٻج ڏيڍ کان ٻه فوٽ وڇوٽي تي ناڙي ڪيو وڃي.

**ڀاڻ جو استعمال**: هن فصل کي اڌ ٻوري يوريا پوکڻ وقت ۽ اڌ ٻوري گل ٻاٽيءَ وقت ڏني وڃي. اهو بهتر ٿيندو ته فصل ۾ ڀاڻ گڏ ڪيڻ ۽ گندگاهه جي خاتمي بعد ڏنو وڃي. ڪيميائي ڀاڻ جي استعمال سان پيداوار ۾ اضافو اچي ٿو.

**پاڻي ڏيڻ**: هن فصل کي جملي ٻن پاڻين جي ضرورت پوي ٿي،. پهريون پاڻي جڏهن ٻوٽا 4 کان 6 انچن جا ٿين ته ڏجي ۽ ٻيو پاڻي گل ٻاٽيءَ مهل ڏجي.

**لابارو**: هيءُ فصل ٽن مهينن ۾ پچي تيار ٿي وڃي ٿو. تنهنڪري لابارو فيبروري- مارچ ۾ ڪجي ٿو. لابارو صبح جو سوير ڪجي ته جيئن ٻج جو ڇاڻو نه ٿئي.

**پيداوار**: هن فصل مان 8 کان 10 مڻ في ايڪڙ ٻج جي پيداوار ملي ٿي، جڏهن ته غير آبپاشيءَ واري علائقي ۾ هن فصل جي پيداوار 5 کان 6 مڻ لهي ٿي.

**جيرو سفيد**: هن جو ٻوٽو سونف جي ٻوٽي وانگر ٿئي ٿو. جيڪو مني ميٽر کان ميٽر تائين ڊگهو هوندو آهي. ٽاريون سنهڙيون سرديءَ جي موسم ۾ ڇٽيءَ وانگر گل ٿين ٿا، ان ۾ ٻج هوندا آهن. جيڪي سونفن کان ٿورا وڏا پر سنها خوشبودار هوندا آهن. ريزڪي دڪانن تي به سفيد جيرو عام جام ملي ٿو هن جي پوک پوري پاڪستان ۾ ٿي سگهي ٿي، پر سنڌ ۾ بلوچستان کان گهٽ ٿو اچي ٿو هيءُ معدي، جگر ۽ آندن کي طاقت ڏئي ٿو. گردن جي ڪمزوريءَ ۾ به مفيد آهي. هن کي عربيءَ ۾ 'ڪمون ابيض'، فارسيءَ ۾ 'زيره سفيد'، سنسڪرت ۾ 'جيرڪ جيرن'، بنگاليءَ ۾ 'ساده جيرا'، گجراتيءَ ۾ 'گورا جيرا' ۽ انگريزيءَ ۾ 'Cumin Seed' چون. هن جو مزاج گرم ۽ خشڪ لئي ٿو

**جيرو ڪارو** (Black Carway): هن جو ٻوٽو به سفيد جيري وانگر مني ميٽر کان ميٽر جيترو لئي ٿو هن ۾ به گل ڇٽيءَ وانگر ٿين ٿا، جن ۾ ٻج هوندا آهن. هيءُ ڪشمير، پاڪستان ۽ هماليه جي ويجهو ملڪن ۾ ٿئي ٿو هن کي عربيءَ ۾ 'ڪمون'، فارسيءَ ۾ 'زيره سياه ڪرويا'، هنديءَ ۾ 'ڪالا زيره'، سنسڪرت ۾ 'ڪرشن جيرڪ'، گجراتيءَ ۾ 'شاه جيرو'، ڪشميريءَ ۾ 'گنيان'، انگريزيءَ ۾ 'Black Carway' ۽ لاطينيءَ ۾ 'Caram Carvi' چون. هن جو مزاج گرم ۽ خشڪ ٿئي ٿو

**جيرو/ جگر**: **(الف) جيري جي وصف** (Definition): جيرو انساني جسم جو مک خودمختيار عضوو (Viscera) آهي ۽ انساني جسم جو وڏي ۾ وڏو غدود Gland) آهي. جيرو رنگ جو ڳاڙهو ناسي ٿئي ٿو طبعي خاصيت جي حساب سان گهڻو نرم، ترڪڻو ۽ ڦسندڙ ٿئي ٿو. هڪ اندازي موجب هڪ



جيرو

نوجوان عورت ۾ جيري جو وزن 1300 گرام ٿئي ٿو ۽ هڪ نوجوان مرد ۾ جيري جو وزن 1400 گرام ٿئي ٿو (يعني عورت جي جيري جو وزن سوا ڪلو جي لڳ ڀڳ ٿئي ٿو. جڏهن ته مرد جي جيري جو وزن اٽڪل ڏيڍ ڪلو کان ٿورو وڌيڪ ٿئي ٿو. انساني جسم جو هيءُ واحد عضوو آهي، جيڪو ڪنهن به بيماريءَ يا ٻئي ڪنهن سبب ڪري 25 سيڪڙو کان به متي جيڪڏهن ڪپي ڪڍي ڇڏجي ته ڪجهه عرصي کان پوءِ وري ٻيهر واڌ ويجهه ڪري پنهنجي ساڳي حالت ۾ قدرتي ماپ جيترو ٿي ويندو آهي ۽ انهي دوران پنهنجو مڪمل طبعي ڪم به ڪندو رهندو آهي.

**(ب) جيري جي بناوت** (Structure): **(1) جيري جا خانا** (Lobes): انساني جسم جو هيءُ ٽڪنڊو (Trangullar) عضوو چئن خانن (Lobes) ۾ ورهايل هوندو آهي. هڪ ساڄي پاسي وارو وڏو خانو جيڪو خانو ٻين خانن کان وڏو ۽ ڏگهو ۽ مستطيل شڪل جو ٿئي ٿو. ٻيو جيري جي کاٻي پاسي وارو ننڍو خانو جيڪو ٽڪنڊي شڪل جو لڳ ڀڳ ڪهاڙيءَ جي ڦرانگي ٿئي ٿو. جيري جا هي ٻئي خانا اڳيان ٿين ٿا، جڏهن ته جيري جا ٻه ننڍا خانا جيري جي پويان ٿين ٿا، تن ٻنهي خانن ۾ ٽيون نمبر خانو چورس شڪل (Quadrate) جو ٿئي ٿو ۽ چوٿون نمبر خانو گهيٽي جي دنب جي شڪل (Caudate) جهڙو گول ۽ متي اٿيل (اڀريل) ٿئي ٿو. جيري جو هر هڪ خانو وري تمام گهڻن ننڍن خانن (Labules) ۾ ورهايل ٿئي ٿو جيڪي سيئي خانا گڏجي جيري جي فعل کي مڪمل ڪندا آهن. جيري جو هر هڪ خانو لکن جي تعداد ۾ جيري جي جيوگهرڙن (Hepatic Cells) مان جڙي ٿو. جيڪي جيوگهرڙا، جيري جي ڪيميائي ڀڃ گهڙ ۽ ڪيميائي فعل جو بنيادي عنصر آهن.

**(2) جيري جي بيهڪ** (Location): جيرو پيٽ جي ساڄي پاسي واري ڪل (Hypechondrium) ٿئي ٿو جيرو ساڄي پاسي واري ڪک کان وٺي پاسي واريءَ ڪک جي طرف پکڙيل ٿئي ٿو. جيري جي کاٻي پاسي واري ننڍي خاني جو گهڻو حصو جيڪو حصو ٽڪنڊو ڪهاڙيءَ جي ڦر جهڙو ٿئي ٿو. تنهن خاني جو گهڻو حصو پيٽ جي (شڪمي) مشڪي ڇهه (Diaphragm) جي هيٺان اچي وڃي ٿو باقي سڄي جو سڄو جيرو انساني جسم جي ساڄي پاسي، هڏائين پڃري جي پاسراٽين سان ڍڪيل ٿئي ٿو.

**(3) جيري جون ناڙيون (رڳون)** (Liver Vessels): جيري جي سيني قسمن جون ناڙيون (رڳون) جيري جي پوئين حصي مان نڪرنديون به آهن ۽ جيري ۾ داخل به ٿينديون آهن. تنهنڪري جيري جي پوئين حصي کي جيري جو داخلي گهيڙ (Portal Fissure) چئبو آهي. جيري ۾ ڪهڙي قسم جون ناڙيون ٻاهر نڪرن ٿيون ۽ داخل ٿين ٿيون، تن جو تفصيل هن ريت آهي:

**(الف) جيري جي رڳ** (Hepatic Artry): جيري ۾ هيءَ داخل ٿيندڙ رڳ، شهه رڳ (Aorata) مان انساني هيٺين ڌڙ ڏي ايندڙ رت جي هڪ شاخ آهي، جنهن جي ذريعي جيري کي سڄي جسم لاءِ ملندڙ رت جو 20 سيڪڙو تازو تازو (آڪسيجن وارو) رت ملندو آهي.

**(ب) جيري جي نس** (Portal Vein): هيءَ نس ترڙيءَ، معدي، لبلبي، ننڍي ۽ وڏي آنڊي، ران جي ڏگهي هڏي (Femure) ۽ پنيءَ جي هڏي (Febula) مان ڪيميائي جزن سان مليل ناقص رت ۽ انهن عضون ۾ ڪتب آيل (ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ وارو) رت (Venous Blood) ۽ ٻنهي هڏن کان مليل ڪچو رت (پختو رت ٺهڻ لاءِ) ڪٺي داخل ٿيندي آهي، جيري ۾ گهڻي ڀاڱي رت صاف به ٿيندو آهي، (ان مان ڪيميائي ناقص جزا الڳ به ٿيندا آهن) ۽ رت جا ڪچا جزا پختا به ٿيندا آهن ۽ ٺهندا به آهن. هاڻي ڪيميائي جزن کان صاف ٿيل رت ۽ باقي بچيل ناقص (ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ وارو) رت Venous نسن Hepatic Veins جي ذريعي پيٽ جي مشڪي ڇهه (Diaphragm) وٽ، هيٺئين ڌڙ جو ناقص رت دل ڏي ڪٺي ويندڙ هيٺين ڌڙ جي مک ناڙي Vena Cava (IVC) (Inflerior) سان ملنديون آهن.

**(ٻ) تنتي تاندورا** (Nerve Fibres): جسم جي تنتي سرشتي جون مددگار تنتون (Sypmathetic Nerves) ۽ ڪجهه مددگار تنتن سان گڏ ساٿي ٿي ٻين ڪيترن قسمن جون تنتون جيري ۾ داخل ٿينديون آهن.

**(پ) ساڄي ۽ کاٻي پاسي واريون جيري جون ناڙيون** (Right & Left Hepatic Ducts): هي ٻئي ناڙيون جيري مان صفرا (Bile) ڪٺي پتي ڏي وينديون آهن. پر جيڪڏهن پتو آپريشن ڪري ڪڍيو ويو هجي (Chlecystectomy) ته ان صورت ۾ هنن ناڙين جي ذريعي جيرو سنئون سڌو صفرا ننڍي آنڊي جي مهڙ (Duodenum) ۾ خارج ڪندو آهي.

**(ت) لعابي ناڙيون** (Lymph Vessels): هن قسم جون لعابي ناڙيون جيري مان گهڻن قسمن جا لعاب ڪٺي پيٽ، سيني ۽ جسم جي مختلف هنڌن جي لعابي ڳوڙهين (Lymphatic Nodes) ڏي وينديون آهن.

**(ب) جيري جا ڪم** (Function of Liver): انساني جسم ۾ جيري جا ننڍا توڙي وڏا لڳ ڀڳ پنج سئو (500) کان متي ڀڃ گهڙ جا ڪيميائي ڪم (Metabolisms) آهن. دنيا ۾ ڪا به اهڙي ڪل ايجاد ڪا نه ٿي آهي، جنهن جو ڪو به هڪ پرزو هڪ وقت ۾ پنج سؤ ڪم ڪري سگهي. خود انساني جسم ۾ ٻيو ڪو به اهڙو عضوو (سواءِ دماغ جي) ڪونهي، جيڪو هڪ ئي وقت ۾ پنج سو ڀڃ گهڙ جا ڪيميائي ڪم ڪري سگهي. جيري جا مکيه ڪم هي آهن:

(1) ٻار جڏهن اجا ماءُ جي پيٽ ۾ ڪچو (ٻار ڦوٽو) (Foetus) هوندو آهي تہ سندس مهڙ وارن پنجن مهينن ۾ تري ۽ جيرو نهي راس ٿيندا آهن. جيئن ئي تري ۽ جيرو ٺهندا آهن تہ ٻار جي رت ٺهڻ جو عمل (Haemopoises) جيري ۽ تريءَ ۾ ٿيندو آهي.

(2) جيرو جسم جي گهٽن عضون مان پهچندڙ ناقص ۽ ڪيميائي جزن سان ڀريل رت کي صاف (Filter) ڪندو آهي.

(3) ننڍي ۽ وڏي آنڊي ڪاڏي مان جيڪو ڪچو رت ٺهندو آهي، انهيءَ رت ٺهڻ جو عمل جيري ۾ ٿيندو آهي.

(4) ران جي ڊگهي هَڏي (Femur) ۽ پنيءَ جي ڊگهي هڏيءَ (Fibula) ۾ جيڪا ڳاڙهي رنگ جي مک (Bone Marrow) ٺهندي آهي، اها مک اصل ۾ رت جا ڪچا ڳاڙها جزا هوندا آهن. جڏهن رت جا ڪچا ڳاڙها جزا (ڳاڙهي مک) جيري ۾ پهچندا آهن تہ جيرو رت جي انهن ڪچن جزن کي رت جا پختا ڳاڙها جزا ناهيندو آهي.

(5) جيرو رت جي ناقص ڳاڙهن جزن کي ٻيهر صاف سترو ڪري، ڪارائتو بڻائي رت جي دوري ۾ شامل ڪندو آهي.

(6) جيري جي مکيہ ڪمن مان هڪ وڏو ڪم ڪاربوهائڊريٽ جي ڪيميائي تبديلي وارو عمل (Carbohydrate Metabolism) آهي، جنهن عمل جي ڪري جسم ۾ گلوڪوز (مناڻ) جو گهربل مقدار هڪ ڪرو رهي ٿو.

ماني کائڻ کان پوءِ (جسم ۾) جڏهن مناڻ جو گهربل مقدار وڌي ويندو آهي تہ ان اضافي مناڻ کي جيرو هارمون انسولين (Harmone Insulin (HI) جي مدد سان گلاءِ ڪوجين (Glycogen) ۾ بدلائي پاڻ وٽ محفوظ ڪندو آهي ۽ پوءِ جڏهن جسم ۾ مناڻ جو مقدار گهٽ ٿيندو آهي تہ جيرو هارمون گلوڪيجن (Harmone Glucagon) جي مدد سان گلاءِ ڪوجين کي ٻيهر گلوڪوز (مناڻ) ۾ بدلائيندو آهي ۽ اهڙو عمل جيرو پاڻمرادي عمل هيٺ (Automatic System) پاڻهي ڪندو رهندو آهي.

(7) چربيءَ (سٽيپ: Fat) جي اندروني ڪيميائي تبديلي (Fat Metabolism) ڪرڻ، چربيءَ کي پاڻ وٽ جمع ڪرڻ ۽ جسم جي اوجن (Tissues) کي سگهہ ڏيڻ لاءِ گهربل مقدار ۾ چربي پهچائڻ جو ڪم ڪندو آهي.

(8) صفرا ناهڻ (Bile Making) جيڪو پڻ جيري جي وڏن ڪمن مان هڪ آهي، ياد رهي تہ صفرا جي ڪري ڪاڏي ۾ شامل سٽيپ جي هضم ٿيڻ ۾ مدد ٿئي ٿي ۽ ڪيترائي چرٻيلا (سٽيا) مادا خارج ۽ هضم ٿين ٿا.

(9) مکيہ ڪم پروٽين (Protein) ناهڻ، جن مان کي پروٽين رت جي جمائڻ (Blood Clotting) ۾ مدد ڪن ٿيون.

(10) جيرو اينٽي بايوٽڪ دوائن ۽ ڪيترين زهريلي دوائن جي هاڃيڪار اثرن کي، نشي وارين شين، (اٿنول، الڪوهل جو قسم) جي زهر ڪوليسٽرول، صفرا جي پٿرين ۽ ڪيترن سخت ڌاتن جي خطرناڪ اثرن کي ناڪاره ڪري ٿو.

(11) جيرو پاڻ وٽ فولاد، ٽامون، وٽامن A، B ۽ D گڏ ڪري رکي ٿو

(12) جيرو تمام اهم پروٽين ناهي ٿو جيئن البيومين پروٽين جيڪا جيرو رت ۾ بڪين ڏي اماڻي ٿو.

**(ٻ) جيـري جـون بيمـاريون (Disease of Liver):** (1) سـائي يرقـان (Jaudice): رت جي ڳاڙهن جزن ۽ (R.B.C) ۾ بليـرين (Billirubin) جي وڌي وڃڻ ڪري سائي/ يرقان جي بيماري ٿيندي آهي، ياد رهي تہ عام طرح سان جيرو بليرين کي رت مان خارج ڪري صفرا جي ذريعي نيڪال ڪري ڇڏيندو آهي، پر جيڪڏهن جيرو بليـرين کي رت مـان خـارج ڪـري نہ سگهيو تہ بليـرين هيموگلوبن ۾ شـامل ٿـي رت جي ڳـاڙهن جزن کـي تباهـہ ڪـري ڇڏيندو آهي، جنهن جي ڪري سائي/ يرقان جي بيماري ٿيندي آهي.

**(2) ڪاري ڪامڻ (Hepatitis):** عام طرح سان هن بيماريءَ کي جيري جي سوج چوندا آهن، هيءَ بيماري گهڻين بيمـارين جي وائرس جي ڪري، ڪيترين نشي وارين شين جي واپرائڻ ڪري ٿئي ٿي. تنهن ڪانسواءِ هيءَ موروثي بيماري بہ آهي، هينئر تائين هن بيمـاريءَ جا ڪيترا قسم ڳوليـا ويا آهن، جيئن A، B، C ۽ E وغيره هن بيماريءَ جي هر هڪ قسم جي ٿيڻ جا الڳ الڳ سبب آهن.

**(3) جيري جي جيوگهرڙن جي تباهي (Liver Cirrhosis):** جيري جي اوجن ۾ تانـدورا (Fibruos) ٺهـڻ ڪـري جيـري جـي اوجـن سـان گـڏ جيـري جـي جيوگهرڙن ۾ تباهي اچڻ ڪري جيرو سسي بہ ويندو آهي ۽ جيرو اندران سخت (پٿر وانگي) ٿي ويندو آهي. جنهن جي نتيجي ۾ جيـرو پنهنجـو قدرتي ڪم ڪري نہ سگهندو آهي. هن قسم جي جيري جي اوجن جي تباهيءَ کي (Cirrhosis Liver) جي بيماري چئبو آهي.

**(4) جيري جو وروڌي ڦوڙهو (Liver Abcess):** جيري ۾ مختلف قسمن جا زهريلا مادا گڏ ٿيڻ ڪري هن قسم جو وروڌي ڦوڙهو ٺهندو آهي، جن ڦوڙهن جا ڪيترائي قسم ٿين ٿا. جيڪڏهن هن بيماريءَ جو سنت علاج نہ ڪرائبو تہ هن قسم جا ڦوڙها جيري جي ڪينسر ۾ بدلجي ويندا آهن.

**(5) جيري ۾ چربي پرجي وڃڻ (Fatty Liver):** هن بيماري جي نالي سان ئي ظاهر آهي تہ جيري جي اوجن ۾ چربي پرجي ويندي آهي، جنهن جي ڪري جيري جي اوجن ۾ تباهي ايندي آهي ۽ جيرو پنهنجو صحيح ڪم ڪري نہ سگهندو آهي. گهڻي عرصي تائين جيري ۾ چربي پريل رهڻ جيري جي اوجن ۾ تاندورن (Fibrous) ٺهڻ جو هڪ سبب بڻجي سگهي ٿي، جنهن جي ڪري جيري جي خطرناڪ بيماري (Liver Crirhosis) اڪثر بڻجي پوندي آهي.

**(6) جيري جو وڏي وڃڻ (Liver Enlargment):** جيري جي گهڻين بيمارين جي گهڻي عرصي تائين جيري ۾ قائم رهڻ ڪري جيرو وڏي وڏو ٿي ويندو آهي. جيڪڏهن ڪن بيمارين ڪري جيرو ايترو وڏي وڃي جو سرجن کي جيري جي وڌيل يا خراب حصي جي ڪٽڻ جي (Hepaticectomy) جي ضرورت پوي تہ انساني جسم ۾ هيءَ واحد عضوو آهي، جيڪو ٻيهر وڌي اوترو ئي ٿيهندو آهي، ڪٽبو ۽ ڪٽيل جيرو جيترو بہ بچيل هجي پنهنجو ڪم ڪندو رهندو، هتي اهو بہ ٻڌائجي ٿو تہ جيڪڏهن جيرو ڏڪ لڳڻ ڪري يا ڪنهن بيماريءَ جي زوردار دٻاءَ ڪري ڦاٽي (Burts) پوي ۽ ڦاٽل حصي کي سرجن ٽاڪا هڻي جوڙي تہ ان کانپوءِ بہ جيرو پنهنجو قدرتي ڪم ڪندو رهندو آهي. مريض جيري جي نقص جي ڪري موت جو ڪاچ نہ بڻبو مريض ضرور پنهنجي زندگيءَ جا ڏينهن پورا ڪندو آهي.

**(7) جيري جو ڪينسر (Hepatic Carcinoma):** جيري ۾ ڪينسر ٿيڻ جو سبب گهڻو ڪري ٻين عضون مان ڪينسر جو جيوڙن جي پکڙجڻ (Metastasis) هوندو آهي. چو ته ڪينسر ۾ ورتل عضون جي روڳي رت کي صاف ٿيڻ لاءِ جيري مان ئي لنگهڻو پوندو آهي. جڏهن ٻين عضون جو روڳي ۽ ناقص رت، رت جي وهڪري ۽ رت جي ناڙين رستي جيري ۾ صاف ٿيڻ لاءِ پهچندو آهي ته ان رت ۾ شامل ڪينسر جا جيوڙا جيري ۾ به ڪينسر جو مرض پيدا ڪري وجهندا آهن. تنهن ڪانسواءِ ٻين عضون وانگي جيري جا اوجا به ڪينسر ۾ وٺجي ويندا آهن. ياد رهي ته جيري جي ڪينسر کي گهڻو ڪري رت جو ڪينسر به چيو ويندو آهي.

**(8) جيري جي ناڙين جي تنگي (Hepatic ducts Stenosis):** گهڻن سببن جي ڪري جيري جون ناڙيون بند ٿي وينديون آهن، يا وري ناڙين ۾ تنگي ٿي پوندي آهي، جنهن ڪري جيرو پنهنجو ڪم درست نموني ڪري نه سگهندو آهي ۽ نه رت جي صاف ٿيڻ، نه رت جي ٺهڻ يا صفرا جي ٺهڻ جو عمل ٿي سگهندو آهي، جيڪڏهن رت جي ناڙين ۾ مڪمل بندش ٿي وڃي ته جيرو پنهنجو ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏيندو آهي. جيرو پنهنجي هنن ناڙين جي ڪري ئي سپ (پنج سون ڪان مٿي) ڪيميائي پيچ داهه ۽ ٺاهه ٺوهه جا عمل ڪري سگهندو آهي.

**(9) رت ۾ فولاد جو وڌي وڃڻ (Haemochromatosis):** جيري جي هن بيماريءَ ڪري رت ۾ فولاد (Haem) جو مقدار وڌي ويندو آهي، جنهن ڪري جيري جي جيو گهرڙن (Hepatic Cells) کي ڇيهو رسندو آهي ۽ جيرو ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏيندو آهي. جيري جي هيءَ بيماري گهڻو ڪري ٻن سببن ڪري ٿيندي آهي. هڪ ته ٿئلسيميا جي بيماريءَ ۾ جڏهن ٻارن کي هٽرادو رت ڏنو ويندو آهي، جنهن ڪري رت ۾ فولاد جو گهربل مقدار وڌي ويندو آهي. ٻيو طبع آزما حڪيمن جو هٽرادو ماريل فولاد جو ڪشتو، جنهن جي واپرائڻ سان رت ۾ فولاد جو گهربل مقدار وڌي ويندو آهي ته ان جي ڪري جيري جا جيوگهرڙا ٽٽي پوندا آهن، جنهن جي نتيجي ۾ جيرو پنهنجو ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏيندو آهي.

**(10) ولسن جي بيماري (Wilsons Disease):** هيءَ جيري جي اهڙي بيماري آهي، جنهن ۾ رت ۾ ٽامي (Copper) جو گهربل قدرتي مقدار وڌي ويندو آهي ۽ جيري جي جيوگهرڙن (Hepatic Cells) کي ڇيهو رسندو آهي، جيري جا جيو گهرڙا ٽٽي پوندا آهن، جنهن جي نتيجي ۾ جيرو پنهنجو ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏيندو آهي. ولسن جي بيماريءَ ٿيڻ جا بنيادي ٻه سبب آهن، هڪ موروثي طرح مريض جي رت ۾ ٽامي جو مقدار وڌي وڃڻ، ٻيو سبب جسم جي طاقت وڌائڻ لاءِ حڪيمن جو هٽرادو ماريل ٽامي جو ڪشتو واپرائڻ.

**(ت) سنڌ ۾ جيري جي بيمارين ٿيڻ جا سبب:** دنيا ۾ جتي ٻين قسمن جون بيماريون ٿين ٿيون اتي جيري جون به بيماريون ٿين ٿيون، پر سرد ملڪن جي مقابلي ۾ گرم ملڪن ۾ جيري جون بيماريون وڌيڪ ٿين ٿيون. جيئن ته سنڌ پڻ دنيا جي گرم پٽيءَ (Tropical Zone) ۾ آهي، تنهنڪري سنڌ ۾ گرمي گهڻي ٿئي ٿي. اهو ئي سبب آهي جو هتي جيري جون بيماريون ٻين بيمارين جي مقابلي ۾ وڌيڪ ٿين ٿيون. سنڌ ۾ اهي سڀ بيماريون ڪثرت سان موجود آهن. جيڪي مٿي جيري جي بيمارين ۾ ڄاڻايون ويون آهن، پر هينئر موجوده وقت ۾ ڪاري ڪامڻ 'Hepatitis' سڀ کان وڌيڪ موجود آهي. ڪاري ڪامڻ جي ٻين سڀني قسمن مان "B" ۽ "C" ڳاٽائي ۾ وڌيڪ ٿئي به ٿي ۽ موجود به آهي. گرميءَ ڪانسواءِ ٻيا به سبب آهن، جنهن ڪري سنڌ ۾ جيري جون بيماريون عام ٿين ٿيون:

(1) عطائي ڊاڪٽرن ۽ عام فزيشن (GPS) طرفان طاقتور اينٽي بايوٽڪس (Antibiotics) دوائن جو گهڻي مقدار ۾ واهپو ڪرائڻ ڪري ۽ مليريا جي بيماريءَ دوران سخت گرم اثر رکندڙ دوا ڪونين (Quinine) جو گهڻي مقدار ۾ واهپو ڪرائڻ ڪري جيري جي جيوگهرڙن ۽ اوجن کي سخت نقصان پهچندو آهي ۽ جيري جا جيو گهرڙا ۽ اوجا ٽٽي پوندا آهن، تنهنڪري جيري ۾ مختلف قسم جون بيماريون ٿينديون آهن.

(2) عطائي ڊاڪٽرن ۽ ڪيترن فزيشن جي ڪمپائوڊرن جي لاپرواهيءَ ڪري استعمال ٿيل ڪينولائون ۽ سيون گهڻن مريضن تي ڪتب ڪرڻ ڪري ڪاري ڪامڻ جي بيماري ٿيندي آهي.

(3) عطائي ڏند سازن ڪان ڏندن جو علاج ڪرائڻ، خاص ڪري ڏندن ڪيرائڻ دوران غير معياري، اڻ ڌوتل اوزار ڪتب آڻڻ يا ڪنهن به ڏندن ڪڍڻ جي اوزار کي چڱيءَ طرح گرم پاڻيءَ ۾ ٽهڪائڻ (Sterilization) بغير، جيوڙن ڪان آجو ڪرڻ ڪانسواءِ ڪتب آڻڻ ڪري ڪاري ڪامڻ جي بيماري ٿئي ٿي.

(4) ڳورهاري عورتن کي حمل دوران طاقتور فولاد (Iron) جو حد ڪان وڌيڪ استعمال ۽ خاص قسم جي اينٽي بائيوٽڪ دوائن جو واهپو ڪرائڻ يا گهر وارن ۽ دائين پاران ڳورهاري عورت کي سٽپ ڪارائڻ خاص ڪري گيهه، مکڻ ۽ بسري ڪارائڻ ڪري ڳورهاري عورت کي سائي يرقان ته ٿيندو آهي پر جيڪڏهن پيٽ ۾ ٻار پکن مهينن جو هجي ته ان کي به سائي يرقان ٿي پوندي آهي ٻار کي سائي يرقان ڄمڻ ڪان پوءِ به موجود هوندي آهي.

(5) غربت جي ڪري يا لاپرواهيءَ ڪري ڪنهن به بيماريءَ جو علاج اڌ ۾ ڇڏي ڏيڻ ڪري بيماريءَ جا جيوڙا يا وائرس پڄي وڃي جيري يا ترڻيءَ ۾ لڪندا آهن. آخر ۾ ترڻيءَ وارا جيوڙا ۽ وائرس به اچي جيري ۾ پهچي يا ته ساڳي بيماري اٿلائي وجهندا آهن يا وري جيري جي اوجن کي نقصان پهچائي جيري جون مختلف بيماريون پيدا ڪري وجهندا آهن.

(6) سنڌ ۾ هر مرد کي طاقتور ٿيڻ جو وڏو شوق هوندو آهي. ڀلي انهيءَ جي همراهه کي ضرورت هجي يا نه هجي، پر ڪشتو ضرور کائڻو آهي. جيڪي مرد شوق وچان فولاد ۽ ٽامي جي ڪشتن جو واهپو ڪندا آهن، اهي اوَس جيري جي مختلف بيمارين ۾ وٺجي ويندا آهن چو ته فولاد ۽ ٽامي جو مقدار رت ۾ وڌي وڃڻ ڪري جيري جي اوجن کي سخت نقصان پهچندو آهي، جنهنڪري جيري ۾ مختلف قسم جون بيماريون پيدا ٿينديون آهن.

(7) سنڌ جا ٻهراڙيءَ جا ماڻهو تلائن، ڍنڍن ۽ ڍورن ۾ بيٺل پاڻي پيئندا آهن، تنهن ڪانسوا پاروٺي ماني، ناقص غذا ۽ ڪچو پڪو رڌل ڪاڌو سنڌ جي ٻهراڙي وارن ماڻهن جو مقدر بڻيل آهي، اهڙي پاڻيءَ ۽ ڪاڌي ۾ انيڪ قسم جا جيوڙا موجود هوندا آهن، جنهن سان ٻهراڙيءَ جي ماڻهن کي ڪيترين ئي خطرناڪ، لاعلاج بيماريون ٿي پونديون آهن. انهن بيمارين ۾ گهڻائي جيري جي مختلف بيمارين جي هوندي آهي.

(8) سنڌ جي شهرن جي بہ ساڳي حالت آهي، واٽر سپلاءِ جو پاڻي جن حوضن ۽ تلائن مان اچي ٿو، اهي هڪ تہ اڻ ڍڪيل هوندا آهن ۽ ٻيو تہ انهن جي صفائي ڪيتري وقت کان ڪانہ ٿيندي آهي، ٿيون تہ ڪيتري عرصي کان انهن حوضن ۽ تلائن ۾ پاڻي بيٺل هوندو آهي، اهڙيءَ ريت حوض ۽ تلاءَ انيڪ قسم جي جيوڙن جي پيدا ٿيڻ ۽ پلجڻ جون وڏيون فيڪٽريون آهن ۽ جڏهن اهڙن حوضن ۽ تلائن مان شهري ماڻهن کي پاڻي ڏنو ويندو آهي تہ ان پاڻيءَ ۾ ڪا بہ جيوڙا مار دوا ڪا نہ وڌي ويندي آهي، انهيءَ ڪانسواءِ شهرين ۾ اڻ ڍڪيل شيون کپائين ۽ کائين، گهرن ۾ گهڻي عرصي تائين فرج ۾ کاڌو رکڻ ۽ گهر ۾ صفائي نہ هئڻ اهي سڀئي عنصر گڏجي ڪيترن قسمن جي جيوڙن جي پيدا ٿيڻ ۽ جياپي جو ذريعو بڻجندا آهن. ناقص پاڻي پيئڻ کري ۽ کاڌي کائڻ کري اسان جي شهرن جي ماڻهن کي ڪيتريون مهلڪ بيماريون ٿي پونديون آهن، انهن خطرناڪ، لاعلاج بيمارين ۾ گهڻائي جيري جي مختلف بيمارين جي هوندي آهي.

موجوده وقت ۾ سنڌ ۾ جيڪي بہ جيري جون بيماريون ٿيون آهن، انهن بيمارين جو وڏي ۾ وڏو ڪارڻ کاڌ خوراڪ آهي. ڇاڪاڻ تہ سنڌ دنيا جي اهڙي پٽيءَ ۾ آهي، جتي گرمي گهڻي ٿئي ٿي ۽ گرميءَ جو قدرتي ترياق ڪيلشم آهي، سنڌ ۾ اهڙا کاڌا بالڪل بہ نٿا واپرايا وڃن، جن ۾ قدرتي ڪيلشم آهي. ان ڪانسواءِ سڻيين شين جو گهڻو استعمال ٿئي ٿو نتيجي ۾ سنڌ جا ماڻهو جيري جي ڪيترين مهلڪ بيمارين جي ور چڙهي ويا آهيون.

**(ٽ) جيري جون ليبارٽري ٽيسٽون** (Laboratory (Pathological) Tests): سواءِ ليبارٽري ٽيسٽن جي جيري جي بيمارين جو ڪاٿو هڻڻ تمام ڏکيو آهي، تنهن ڪري جيري جي ڪنهن بہ بيماريءَ جي علاج لاءِ رت جون هيٺيون ٽيسٽون ۽ پيٽ جو الٽراسائونڊ ڪرائڻ ضروري هوندو آهي.

(1) (Liver Functional Test (LFT): رت جي هن ٽيسٽ جي ڪري جيري جي مڪمل فعل جي خبر پوندي آهي ۽ هن ٽيسٽ مان اها بہ خبر پوندي آهي تہ رت ۾ ڪهڙا ۽ ڪيترا ڪيميائي لعاب (Enzymes) موجود آهن، جن جي ڪري مريض کي جيري جي ڪهڙي بيماري ٿي سگهي ٿي. ياد رهي تہ هن ٽيسٽ مان سائي/ يرقان هجڻ يا نہ هجڻ جي بہ خبر پوندي آهي.

(2) (Hepatitis Virus Test (HVT): رت جي هن ٽيسٽ مان خبر پوندي آهي تہ مريض کي ڪهڙي قسم جي ڪاري ڪامڻ آهي.

(3) (Complete Blood Count (CBC)، يا Blood Complete Picture (BCP): هنن ٻنهي ٽيسٽن مان خبر پوندي آهي تہ رت جي مختلف جزن جو رت ۾ مقدار ڪيترو موجود آهي، هنن ٽيسٽن مان ڪيترين جيري ۽ رت جي بيمارين جي خبر پوندي آهي.

(4) (Whole Abdomen Ultrasound): سڄي پيٽ جو الٽرا سائونڊ ڪرائڻ کان پوءِ پيٽ جي ٻين عضون سميت جيري جي بيمارين جي خبر پوندي آهي تہ جيري يا جيري سان لاڳاپيل عضون ۾ ڪهڙي بيماري آهي.

**جيسا**: هي ٿرپارڪر ضلعي ۾ رهندڙ سوڍا راجپوتن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي، جن جي گهڻائي ڏيپلي شهر کان اولهہ طرف سامروٽيءَ واري حصي ۾ رهندي هئي ۽ ان ڪي جيسا پٽي چوندا هئا. ورهاڱي دوران گهڻي تعداد ۾ اهي ڪيڇ لڏي ويا.

**جيسپرز، ڪارل ٿيوڊوز** (Jaspers,karl Theodor): جرمن فلسفي، وجوديت جي بانين مان هڪ، جنهن جي ڪم جديد دينيات ۽ نفسيات سان گڏ فلسفي تي بہ گهرا اثر ڇڏيا. هيءُ 1883ع ڌاري اولڊ نبرگ ۾ پيدا ٿيو. جيسپرز 1901ع ۾ هيڊلبرگ يونيورسٽيءَ ۾ داخل ٿيو ۽ ٻئي سال ميونخ هليو ويو جتي قانون جي تعليم جاري رکيائين. هيءُ ڇهن سالن تائين برلن، گوٽنجن ۽ هيڊلبرگ جي يونيورسٽين ۾ طب جو مطالعو ڪندو رهيو. 1908ع ۾ طب جي مضمون جو رياستي امتحان پاس ڪرڻ کان پوءِ هن



پنهنجو مقالو 'ناسٽليجا اينڊ ڪرائم' لکيو. فيبروري 1909ع ۾ هڪ يهودي عورت سان شادي ڪيائين. 1916ع ۾ هيڊلبرگ يونيورسٽيءَ ۾ فلسفي جي چيئر سنڀاليائين ۽ 1937ع تائين ان عهدي تي رهيو. نازي دور ۾ جيسپرز کي پڙهائڻ کان روڪيو ويو. 1948ع ۾ هن بيسل، سوئيٽزرلينڊ ۾ پروفيسري قبول ڪئي. پنهنجي پهرين ڪتاب 'جنرل سائيڪو پيٿالوجي' (1913ع) ۾ جيسپرز سائيڪو ٿراپي جي سائنسي طريقن کي گمراهہ ڪندڙ ۽ بي لچڪ قرار ڏئي تنقيد جو نشانو بڻايو ۽ پنهنجو ڪتاب 'Psychology of World View' (1919ع) شايع ڪيو. جنهن ۾ زندگيءَ جي مختلف روپن جو جائزو ورتو ويو. هن جو وڏو ڪم 'فلسفو' (1932ع) نالي ڪتاب تصنيف ڪرڻ آهي. جنهن ۾ فلسفي جي تاريخ بابت هن جو نقطہ نظر آهي. هن فلسفي کي فلسفياڻي غور ويچار سان سڃاتو. هن جو هڪ ٻيو اهم ڪتاب 'Philosophy of Existence' (1938ع) پڻ آهي. جيسپرز جديد سائنس ۽ جديد معاشي ۽ سياسي ادارن طرفان انساني آباديءَ سان لاڳو خطرن بابت بہ گهڻو ڪجهہ لکيو. هن جي سياسي تحريرن ۾ 'The Question of German Guilt' (1946ع) بہ شامل آهي. شروع ۾ نفسيات جي ماهر طور ڪم ڪرڻ دوران جيسپرز چاهتو تہ مريض جو علاج رڳو هڪ 'ڪيس' طور نہ ٿو ڪري سگهجي ۽ نہ ئي ان کي ڪنهن عام قانون جي دائري ۾ رهي ڏسي سگهجي ٿو. جيسپرز جو چوڻ آهي تہ مان سيني شين جي هستي کان قطعي مختلف آهيان، چو تہ "مان ڇئي سگهان ٿو تہ مان آهيان. بنا شڪ جي مان پنهنجي وجود جي باري ۾ ڄاڻان ٿو پر پاڻ کي پنهنجي شعور جو عرضدار نہ ٿو بڻائي سگهان. جڏهن مان ان کي عرضدار جي حيثيت ۾ وٺندو آهيان تہ هڪ خالي انا جو نقطو حاصل ٿيندو آهي، جو انا جي خالي صورت کان سواءِ ڪجهہ بہ ناهي هوندو.

ڪارل جيسپرز جي وجوديت واري فلسفي جون خصوصيتون: هن جي 'Borderline Situation' نظريا وڌيڪ واضح آهن. هن جي خيال ۾ وجود جو حقيقي مفهوم انسانن تي شديد صدمي (بيماري، موت، ڏوهہ جي احساس وغيره) جي حالتن ۾ پڌرو هوندو آهي. انسان پنهنجي روزمره جي

پريشانين جي باري ۾ ۽ حقيقت متعلق سائنسي نظرين کان آزاد ٿي ويندو آهي. هيءُ جرمني جي اهم وجودي فلسفين مان هڪ هو. هن انسان جي شعور ۽ هستي جي حوالي سان ڪائنات جو جواز ۽ تشريح ڪرڻ کي پسند ڪيو. جيسپرز ڪارل ٿيوڊور 1969ع ڌاري وفات ڪئي."

**جيسر**: هي ٿرپارڪر ضلعي ۾ رهندڙ سوڍا راجپوتن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. جيڪي ڏيپلي تعلقي جي ڳوٺ ڪانو جيسر ۾ رهن ٿا.

**جيسراڻي، ڏرمپال**: پروفيسر ڏرمپال ولد راجا داس جيسراڻي 9 ڊسمبر 1940ع تي تعلقي قنبر جي ڳوٺ 'پولا ڪلهوڙا' ۾ پيدا ٿيو. هن پرائمري تعليم 1952ع ڌاري ميونسپل هاءِ اسڪول قنبر، انٽر ۽ بي. ايس. سي ڊگري ڪاليج لاڙڪاڻي ۽ ايم. ايس. سي (فزڪس) 1975ع ڌاري سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري مان ڪئي. پروفيسر ڏرمپال 1962ع ڌاري ڊگري ڪاليج لاڙڪاڻي ۾ فزڪس شعبي ۾ 'ڊمانسٽريٽر' طور مقرر ٿيو. 8 ڊسمبر 2000ع تي 60 سال عمر ٿيڻ سبب رٽائر ٿيو. لاڙڪاڻي ۾ 1964ع کان 1966ع تائين 'ڪاليج ڊرامن' جو انچارج رهيو. پروفيسر ڏرمپال نصابي رفرنس بڪ ۽ پريڪٽيڪل جنرل پڻ لکيا آهن جن ۾: ' Viva Voce' (فزڪس 1964ع) 'پنج ڏڻ'، 'پاڪستان جا معاشي مسئلا'، 'فزڪس پريڪٽيڪل جنرل'، 'مسلم سياسي مفڪر' ۽ ٻيا 1970ع ڌاري لکيا.

**جيسر، حافظ محمد اسماعيل**: حافظ محمد اسماعيل ولد قادر بخش جيسر، موري تعلقي جو مشهور استاد ٿي گذريو آهي. هن تعلقي موري جي هڪ ننڍڙي ڳوٺ 'پوري ٻهڻ' ۾ 1898ع ڌاري جنم ورتو ابتدائي تعليم دادوءَ ويجهو ڀوڪن جي هڪ ديني درسگاهه ۾ حافظ محمد عيسيٰ وٽ ورتائين. قرآن شريف حفظ ڪرڻ کان پوءِ پرائمري اسڪول سڌوجا ۾ سنڌيءَ جي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ داخل ٿيو. ڊبل پروموشن تي 1916ع ۾ سنڌ جي ورنيڪيولر جو امتحان پاس ڪيائين. فائينل پاس ڪرڻ بعد ايريگيشن کاتي ۾ اوور سيئر مقرر ٿيو پر تعليم سان دلچسپيءَ سبب اوور سيئر جي نوڪريءَ تان استعيفا ڏئي تعليم کاتي ۾ ماستري ورتائين ۽ تعليم کي عام ڪرڻ لاءِ وڏيون خدمتون سرانجام ڏنائين. مختلف پرائمري اسڪولن، لليا پتڻ، ڪاريجا وغيره ۾ تعليم ڏيندو رهيو پوءِ ڪن ذاتي مجبورين جي ڪري ماستريءَ تان به استعيفيٰ ڏنائين ۽ پنهنجي نالي هڪ نئون ڳوٺ حافظ اسماعيل جيسر ٻڌي اتي هڪ خانگي اسڪول 'مسلم اسڪول جيسر' کوليائين، جتي آسپاس جي ٻارن کي سنڌي تعليم سان گڏ ديني تعليم پڻ ڏيڻ شروع ڪيائين. ٻاهران ايندڙ شاگردن جي رهائش ۽ کاڌي جو بندوبست پنهنجي خرچ تي ڪندو هو. سندس ڪيترا شاگرد بهترين استاد، ڊاڪٽر، انجنيئر ۽ مئجسٽريٽ ٿيا. استاد حافظ محمد اسماعيل نيڪ، پرهيزگار ۽ خوددار انسان هو. پڙهائڻ سان گڏ مطالعو به ڪندو رهندو هو. سندس علمي شوق ئي هو جو خانگي طرح سنڌي، عربي، فارسي، اردوءَ سان گڏوگڏ گرمکي لپيءَ تي به عبور حاصل ڪيائين. انگريزي ۽ بنگالي ٻوليون به ڄاڻندو هو ۽ لکي پڙهي به سگهندو هو اهل علم ماڻهن سان صحبتون هونديون هئس. خانصاحب علي محمد سيال، جعفر شاهه مورائي ۽ مولوي محمد صادق مورائيءَ سان علمي ادبي ڪچهرين سان گڏ خط و ڪتابت به ڪندو هو ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ڪتاب 'گذهر' کان متاثر ٿي 'ڪتي' تي 'سرويچ ساٿي' عنوان سان ڪتاب لکيائين، جيڪو ڇپجي نه سگهيو آهي. فقيراڻي طبيعت سبب محمد فقير کٽياڻ ۽ محمد فقير هيسباڻيءَ سان ڪافي رهاڻيون هونديون هئس. 3 آگسٽ 1975ع تي وفات ڪيائين.

**جيسر، عبدالله خان**: مشهور سماجي ورڪر اديب ۽ وڪيل. عبدالله خان ولد محمد صفر جيسر جو جنم، 1 اپريل 1946ع تي ڳوٺ لليا پتڻ، ضلعي نوشهري فيروز ۾ ٿيو هن شروعاتي تعليم پنهنجي ڳوٺ مان ورتي ۽ سنڌي فائنل جو امتحان نوشهري فيروز مان پاس ڪيو. جنهن ۾ هن سنڌ ۾ پهرين پوزيشن ماڻي. بعد ۾ عبدالله خان گورنمينٽ مهراڻ ڪاليج موري مان بي. اي جو امتحان ڏنو ۽ 1969ع ۾ سنڌ يونيورسٽي ڄام شوري مان ايم. اي (سياسيات) جي ڊگري ورتي. بعد ۾ سنڌ لا ڪاليج حيدرآباد مان ايل. ايل. بي جو امتحان پاس ڪيائين. هن وقت موري جو ناميارو وڪيل آهي ۽ زمينداريءَ جي ڪِرت سان وابسته آهي.



عبدالله خان جيسر شاعر ۽ مضمون نگار هئڻ سان گڏ سنڌ جي ڀهراڙيءَ واري نج ٻوليءَ تي مهارت رکي ٿو. کيس لغت ۽ تاريخ جي مضمونن سان گهڻو لڳاءُ آهي. پنهنجي ڳوٺ ۾ پنهنجي شهيد ڀاءُ جي نالي سان 'نور محمد جيسر لائبريري' قائم ڪئي اٿس، جنهن ۾ هند ۽ سنڌ ۾ ڇپيل 20 هزارن کان مٿي ڪتاب ۽ وڏي تعداد ۾ آڊيو ويڊيو رڪارڊ موجود آهي. کيس ننڍپڻ کان ئي لکڻ، ملهه وڙهڻ ۽ ڪوڏي ڪوڏي راند سان دلچسپي رهي. شاگرد سياست ۾ به سرگرم رهيو. جڏهن ته سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن سان شروعاتي دؤر کان وابسته رهيو آهي. هيءُ سنڌي ادبي سنگت موري جو بنيادي ميمبر، استاد بخاري اڪيڊمي دادو ۽ گل حيات انسٽيٽيوٽ ڏوڪريءَ جي بورڊ آف گورنرس جو ميمبر هئڻ سان گڏ ورلڊ سنڌي ڪانگريس ضلعي دادوءَ جو آرگنائيزر رهي چڪو آهي. ماضيءَ ۾ ضلعي ڪائونسل نوابشاهه ۽ نوشهري فيروز جو ميمبر به رهيو آهي. عبدالله جيسر ڪيترا تاريخي ۽ تحقيقي مضمون لکيا آهن. 'نوشهري جا پتڻ' مضمون تي ضلعي ڪائونسل طرفان 2007ع ۾ اوارڊ مليو. ان کان اڳ کيس 'مارئي سنستا دهليءَ' طرفان 2006ع ۾ مجتا اوارڊ به ملي چڪو آهي.

عبدالله خان جيسر جون تحريرون هند سنڌ جي رسالن ۽ اخبارن ۾ شايع ٿيل آهن. سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي 'انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا' جي رٿا ۾ ابتدا کان وٺي مواد ميسر ڪرڻ ۾ سهڪار ڪندو رهيو آهي.

**جيسر، نور محمد**: نور محمد جيسر ولد دوست علي جيسر 1937ع ڌاري ڳوٺ لليا پتڻ، تعلقي موري، ضلعي نوشهروفيروز ۾ ڄائو هن پرائمري تعليم دادو ضلعي ۾ سيالن جي ڳوٺ مان حاصل ڪئي ۽ مئٽرڪ هاءِ اسڪول پرمانند آسارام مان 1961ع ۾ پاس ڪيائين. نور محمد جيسر کي



صحافت جي پيشي سان لڳاءُ هو ان ڪري شاعر اظهر گيلاني جي سرپرستيءَ هيٺ گهوٽڪيءَ مان هفتيوار اخبار 'ذوالفقار' جاري ڪيائين. جنهن جو پاڻ ايڊيٽر رهيو. اڳتي هلي هن 'محافظِ سنڌ' دادو ۽ "اظهار دادو" نالي هفتيوار جو ايڊيٽر رهيو. نور محمد جيسر لکڻ جي شروعات روزاني 'هلال پاڪستان' اخبار ۾ سياسي ڪالمن سان ڪئي. 1970ع جي عوامي رابطا مهم توڙي اليڪشن مهم ۾ ان وقت جي پيپلزپارٽيءَ جي چيئرمئن شهيد ذوالفقار علي ڀٽي صاحب سان، سنڌ توڙي سڄي ملڪ ۾ 'هلال پاڪستان' اخبار جي اسپيشل رپورٽر جي حيثيت سان شامل رهيو.

نور محمد جيسر دادو پريس ڪلب جو باني ميمبر ۽ صدر پڻ رهيو. هن علي محمد شيخ، سراج الحق ميمڻ، اسلم آزاد، خير محمد ڪوڪر، اظهر گيلاني ۽ ٻين مکيه صحافين سان گڏ ڪم ڪيو. ذوالفقار علي ڀٽي، سيد عبدالله شاهه، عبدالواحد ڪٽپر، مير رسول بخش ٽالپر، ممتاز علي ڀٽي ۽ پ پ جي ٻين مکيه اڳواڻن سان سرگرم رهيو. نور محمد جيسر 09 مارچ 1973ع تي ڪراچي اندر روڊ حادثي ۾ پنهنجا صحافتي فرض سرانجام ڏيندي، 36 سالن جي ڄمار ۾ وفات ڪئي. ڳوٺ لليا پٽڻ ۾ سندس نالي سان، 'شهيد نور محمد جيسر لائبريري' قائم ڪئي وئي آهي.

**جيسر نور محمد شهيد لائبريري:** موري شهر کان اولهه طرف 12 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي دادو روڊ تي موري- دادو پُل پرسان هڪ تاريخي ڳوٺ لليا پٽڻ آباد آهي. ان ڳوٺ ۾ عبدالله جيسر نالي هڪ ساڃاهه وند شخص پنهنجي وڏي ڀاءُ شهيد نور محمد جيسر جي نالي 'جيسر نور محمد لائبريري' 1992ع کان قائم ڪئي آهي، جنهن ۾ سنڌي اردو، انگريزي، عربي ۽ فارسي ادب، لغات، تاريخ ۽ مختلف موضوعن تي 19000 کان وڌيڪ ڪتاب موجود آهن. هن لائبريريءَ ۾ هندستان مان نڪرندڙ سنڌي رسالا: ڪونج، رچنا، سپون ۽ هفتيوار رسالي سنڌي سمراٽ جون ڪاپيون به موجود آهن. هيءَ لائبريري ٽن وڏن ڪمرن تي مشتمل آهي، جنهن جي ديوارن تي بهترين اسڪيچ ۽ تصويرون لڳل آهن. لائبريريءَ ۾ آڊيو وڊيو سيڪشن به آهي، جنهن ۾ سوين آڊيو وڊيو ڪيسٽون موجود آهن. جن ۾ دنيا جي بهترين بانسري نواز، استاد پنڊت هري پرساد چوراسيا ۽ دنيا جي وڏي شرناءِ نواز، استاد بسم الله خان جي ڪيسٽن کان وٺي، ڪلاسيڪي، نيم ڪلاسيڪي، سنڌي پرڪاش ۽ لوڪ راڳ جو ڪيسٽون پڻ وڏي تعداد ۾ هن لائبريريءَ ۾ محفوظ آهن. هن لائبريريءَ جي وزيٽرس بُڪ ۾ سنڌ جي ڪيترن وڏن اديبن ۽ علم دوست شخصيتن جا نوٽ ڏسي سگهجن ٿا.

**جيسلمير:** جيسلمير، هندستان جي رياست آهي، جيڪا راجستان صوبي ۾ آهي. هيءَ علائقو سنڌ جي ٿر واري علائقي سان لڳي ٿو هن شهر کي ڀاٽي راجپوت رائو جيسل آباد ڪيو، جنهن لاءِ مقولو مشهور آهي ته:

گڏ دهلي، گڏ آگرو، گڏ بيڪانير
ڀلو چُڻايو ڀاٽيئي، سري جيسلمير.

رائو جيسل هتي هڪ ٽڪريءَ تي قلعو تعمير ڪرايو هو جنهن ۾ شاندار محل کان سواءِ جين جا ڪيترائي مندر اڄ به تعمير ٿيل آهن. ان قلعي جي اڏاوت 12 کان پندرهين صدي واري گجراتي اڏاوت جو خاص نمونو چئي سگهجي ٿي. ان مان معلوم ٿئي ٿو ته جيسلمير جي اڏجڻ جو دور به 12 کان 15 صديءَ جي وچ تي هوندو. هيءَ علائقو اولهه ۽ ڏکڻ- اولهه طرف کان پاڪستان جي سرحدي علائقي ٿر سان ملي ٿو ۽ بين الاقوامي سرحد سان 471 ڪلوميٽرن تي مشتمل آهي. اتان جي آبادي ڀٽي راجپوتن تي مشتمل آهي، جيڪي پنجاب سان تعلق رکندڙ هئا ۽ پوءِ اتي اچي آباد ٿيا. 2001ع جي آدمشماري موجب جيسلمير جي آبادي 500، 46 ماڻهن تي



جيسلمير قلعي جو هڪ ڏيک

مشتمل آهي ۽ هن علائقي ۾ تعليم جي شرح 64 سيڪڙو آهي. جيسلمير جي آبادي جو گهڻو حصو خانا بدوشيءَ واري زندگي گذاري ٿو ۽ سندن پيشو ٻڪريون، رڍون، مينهون ۽ اٺ چارڻ آهي. هتان جي مک برآمد ۾ اناج، ڪنڊ ۽ چمڙو وغيره شامل آهن. 1988ع ۾ هن علائقي مان قدرتي گئس جا ذخيرا به دريافت ٿيا آهن. سياحت جي لحاظ کان هيءَ علائقو هندستان جي اهم تاريخي ۽ خوبصورت ماڳن ۾ شمار ٿئي ٿو. جنهن ۾ هتان جي وسيع "پٽوون ڪي حويلي" شامل آهي. جنهن ۾ سوڙهيون گهٽيون آهن ۽ اها 6 حصن ۾ ورهايل آهي. ان حويليءَ جي ديوارن تي چٽ سازي به ٿيل آهي. "سليم سنگهه ڪي حويليءَ جي نالي سان هيءَ حويلي 300 سال پراڻي آهي. جڏهن جيسلمير هڪ رياست هئي تنهن وقت سليم سنگهه هن حويلي کي تمام خوبصورت ۽ بهترين طريقي سان جوڙايو. جنهن جي ديوارن تي مور پکي جهڙي چٽ سازي ٿيل آهي. "نٿمل ڪي حويلي" 19 صدي تائين وزيراعظم هائوس طور استعمال ڪئي ويندي هئي ۽ هن جي ڪاهي ۽ ساڄي پاسي جي ديوارن تي نٿمل جي ڀائرن جي چٽ سازي ٿيل آهي. "گادي ساگر ٽئنڪ ميوزيم" جيڪو شهر جي چوڌاري پٽ جي ڏاکڻي طرف آهي، جنهن جي ذريعي ڪنهن دور ۾ سڄي شهر ۾ پاڻي مهيا ڪيو ويندو هو. جتي هن وقت به ڪيترائي مندر ۽ مقبرا موجود آهن. سياري جي مند ۾ اتي ڪيترائي پرديسي پکي ولرن جي صورت ۾ اچي گڏ

ٿيندا آهن. هتي هڪ ننڍو ميوزيم بہ آهي جنهن ۾ علائقائي فن جي نمائش لاءِ سڪا، ڪپڙا ۽ راجستاني موسيقيءَ جا آلات رکيل آهن.



جيسلمير جي سالياني ميلي ۾ اٺن جي ڊوڙ، ناچ، گانو، علائقائي ميوزڪ ۽ ريگستاني راڳ جو اهتمام ڪيو ويندو آهي. هيءُ ميلو ٽي ڏينهن جاري رهندو آهي.

**جيسي جو پار:** تعلقي چاچري جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڪالاريو، ڏناٽي، تاجيا ٻهہ، ڦلڙا ٻهہ، گراڙيو، وسند جي ويري، جيسي جو پار ۽ ٻيا.

**جيسينہ/ جئہ سينہ:** فتحنامہ سنڌ عرف چچ نامي ۾ ڄاڻايل آهي تہ: "جئہ سينہ پٽ راجا ڏاهر مردانگي ۽ دانائيءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. علامہ ڊاڪٽر دائودپوٽي واري فارسي چچ نامي ۾ جيسينہ جو نالو جيسنہ ڄاڻايل آهي. هن جي ڄمڻ بابت روايت آهي تہ، هڪ ڏينهن مهاراجا ڏاهر شڪار ڪرڻ لاءِ نڪتو. شڪار گاهہ ۾ جڏهن ڪتا، چيتا ۽ بگھڙ پنهنجي شڪار هرڻن تي ڇڏيائين تہ اوچتو هڪ شينهن ظاهر ٿي ماڻهن جو رستو روڪي ڇڏيو، جنهن ڪري شڪارين ۾ دانهوڙ مچي وئي، مهاراجا ڏاهر گھوڙي تان لهي شينهن جي سامهون ٿيو. راجا ڏاهر چادر هٿ تي ويڙهي شينهن جي وات ۾ وجهي تلوار جي هڪ ئي وار سان ان جون ٻئي ٽنگون ڪپي ڇڏيائين، تنهن کان پوءِ هٿ ڪڍي ترار هڻي شينهن جو پيٽ ڦاڙي ڇڏيائين. هوڏانهن ماڻهن شينهن ۽ مهاراجا ڏاهر جو احوال اچي راڻيءَ کي ٻڌايو. راجا ڏاهر جي گهر واري پيٽ سان هئي ۽ هيءَ خبر ٻڌڻ سان ئي بيهوش ٿي ڪري پئي، جيستائين راجا ڏاهر شڪار تان واپس موٽي اچي، تيستائين راڻيءَ جو ساهہ جسم کان ڌار ٿي چڪو هو. جڏهن راجا ڏاهر واپس پهتو تڏهن پنهنجي راڻيءَ کي مئل ڏسي ڏاڍو غمگين ٿيو. راڻيءَ جي پيٽ ۾ ٻار ڦٿڪي رهيو هو، تنهن تي راجا دائين کي سڏائي حڪم ڪيو تہ تمام آرام سان ٻار ڇڻايو وڃي. ٻار ڄمڻ سان ان جو نالو 'جيسينہ/ جئہ سينہ' رکيائين، جنهن جي عربيءَ ۾ معنيٰ 'فاتح شير'، فارسيءَ ۾ 'شيرفيروز' ۽ سنڌيءَ ۾ 'سوڀارو شينهن' آهي.

مهاراجا ڏاهر جي پنهنجي وطن لاءِ وڙهڻ کان پوءِ جيسينہ ست سئو پيادن ۽ سوار لشڪر سان ڪيرج جي قلعي ۾ پهتو. ڪيرج جي راجا هن جو استقبال ڪيو ۽ يقين ڏياري جيسينہ کي اهو چيائين تہ، "سنڌ تي حملي ڪندڙن خلاف آءٌ تنهنجي جنگ ۾ مدد ڪندس". ڪيرج جي راجا دروهر راءِ جي رسم هئي تہ هو هر ڇهين مهيني هڪ ڏينهن واندو ٿي، زالن سان شراب پيئندو ۽ راڳ ناچ ڪندو هو، پر ڪنهن بہ مرد کي ان محفل ۾ اچڻ جي اجازت نہ هوندي هئي. راجا دروهر راءِ جيسينہ کي ان محفل ۾ اچڻ جي دعوت ڏني. جيسينہ انهي دعوت کي مجبوراً ٽاري نہ سگھيو ۽ ڪيس شراب جي محفل ۾ وڃڻو پيو. جيسينہ اچي راجا جي زالن جي وچ ۾ ويٺو، پر شرم کان هن ڪنڌ هيٺ ڪري ڇڏيو. اهو ڏسي راجا دروهر راءِ هن کي چيو تہ هي تنهنجون مائرون ڀينرون آهن، انهيءَ ڪري شرم کان ڪنڌ هيٺ نہ ڪر. ڪنڌ مٿي ڪري نظارو ڏس. ان تي جيسينہ جواب ڏنو تہ، "اسان بنيادي برهمڻ راهب آهيون، تنهن ڪري نامحرم عورتن ڏانهن نہ ڏسندا آهيون". اتي راجا دروهر راءِ هن جي پرهيزگاري ۽ حياءَ جي تعريف ڪئي. اڳتي روايت آهي تہ جڏهن زالون اچي گڏ ٿيون تہ انهن ۾ راجا دروهر جي ڀيڻ چڳي، جيڪا تمام گھڻي حسين هئي پڻ موجود هئي. جيسينہ پڻ شاهاڻو ٻار هو، جيڪو پڻ تمام گھڻو حسين سهڻو، آواز مٺو اکيون وڏيون، ڳاڙهن ڳلن وارو ۽ سهڻي سيرت وارو جوان هو. راجا دروهر راءِ جي ڀيڻ چڳيءَ جڏهن جيسينہ کي ڏٺو تڏهن هوءَ دل ۽ جان سان جيسينہ تي فدا ٿي پئي. محفل ختم ٿيڻ کان پوءِ جڏهن جيسينہ موٽي پنهنجي اوطاق ۾ آيو تڏهن دروهر جي ڀيڻ بہ اٿي پنهنجي محل ۾ وڃڻ لاءِ تيار ٿي. چڳي پنهنجي محل ۾ وڃڻ بدران جيسينہ جي رهڻ واري هنڌ آئي ۽ اندر جيسينہ وٽ وڃي نڪتي. جيسينہ کي ننڊ اچي چڪي هئي، پر چڳيءَ مان شراب جي بوءِ سندس دماغ ۾ پهتي تہ سجاڳ ٿيو ۽ چڳيءَ کي پاسي ۾ ويٺل ڏسي ٽپ ڏئي اٿيو ۽ چيائين تہ "شهزادي اوهان جو هت ڪيئن اچڻ ٿيو آهي؟" چڳيءَ جواب ڏنس تہ، "اي بيوقوف! هيءَ پڇڻ جي ڳالهہ آهي، هڪ سهڻي ۽ جوان عورت عين انڌيري رات ۾ توجهڙي حسين شهزادي جي ديدار لاءِ اچي مٺي ننڊ مان جاڳائي، تو سان قربت چاهي ٿي". هيءَ سڄي ڳالهہ ٻڌي جيسينہ وراڻيو تہ، "اي راجا جي نياڻي! اسان کي پنهنجي پرڻيل حلال عورت کان سواءِ ڪنهن بہ نامحرم عورت سان ميل ميلاپ رکڻ جي مجال نہ آهي. هيءُ ناجائز ۽ برو فعل اسان کان نہ ٿي سگھندو، ڇاڪاڻ تہ اسين برهمڻ راهب ۽ پرهيزگار آهيون. بزرگن، پرهيزگارن ۽ عالمن کي اهڙا ڪم ڪرڻ نہ جڳائين. خبردار! اسان کان هن بري فعل جي اميد بہ نہ رکجئين". چڳيءَ تمام نيزاريون ڪيون، پر جيسينہ هن ڏانهن ڪو بہ توجهہ نہ ڏنو. چڳي نااميد ٿيڻ کان پوءِ هن کي چيو تہ "اي جيسينہ! تو منهنجي نفساني خواهش پوري نہ ڪري سٺو نہ ڪيو آهي، هاڻي جيستائين تو کي برباد نہ ڪنديس تيستين سک جو ساهہ نہ کڻنديس. "ٻئي ڏينهن جڏهن سج اڀريو تڏهن بہ چڳي شراب ۽ جدائيءَ جي نشي ۾ چُور هئي ۽ منجهند تائين انهيءَ حالت ۾ هئي. هوڏانهن راجا دروهر راءِ جي هيءَ حالت هوندي هئي، جو جيستائين پنهنجي ڀيڻ چڳيءَ جو منهن نہ ڏسندو هو تيستائين ڪاڏو ڀيتو نہ کائيندو هو. جڏهن ڪافي دير ٿي وئي تڏهن راجا دروهر راءِ پنهنجي ڀيڻ وٽ هلي

آيو ۽ پنهنجي ڀيڻ کي پريشان ڏسي چيائين تہ: اي ڀيڻ! تو کي ڇا ٿيو آهي، جو تنهنجي اهڙي حالت ٿي آهي؟ چڱيءَ چيو تہ، اي ادا! هن کان وڌيڪ ٻيو ڇا ٿيندو جو هن بيوقوف سنڌيءَ (جيسينہ) جيئن تہ مون کي عيش جي محفل ۾ ڏٺو هو، سو ڪالهہ رات مون وٽ هليو آيو ۽ منهنجي پاڪدامنيءَ کي پنهنجي گناهہ جي گندگيءَ سان گندو ڪرڻ ٿي چاهيائين. هاڻي اي ادا! تو کي هن کان منهنجو بدلو وٺڻ گهرجي، جيئن اڳتي ڪو بہ ماڻهو هن قسم جي جرئت نہ ڪري سگهي. دروهر راءِ اهو سڀ ٻڌي تپي باهہ ٿي ويو ۽ ڀيڻ کي چيائين تہ هو اسان جو مهمان آهي ۽ برهمڻ راهب آهي. هو هت پنهنجي لشڪر سان گڏ آهي، انهيءَ ڪري هن کي کهڻ سان جنگ ٿي سگهي ٿي، هاڻي تون دل نہ لاهہ آءٌ هن جو ضرور ڪو بلو ڪريان ٿو.

راجا دروهر راءِ پنهنجي محل ۾ واپس ايندي ئي ٻن جلادن، هر هڪ ڪبير ۽ پڙدر ۽ ڦهئونالي کي گهرائي چيو تہ آءٌ اڄ منجهند کان پوءِ جيسينہ کي گهرائي مهماني ڪندس، کاڌي کائڻ کان پوءِ جيسينہ سان آءٌ شطرنج کيڏندس، توهان ٻئي ڄڻا هٿيارن سميت تيار رهجو. جڏهن آءٌ چوان شاهہ مات شد (شاهہ مات ٿي ويو)، تڏهن توهان تلوارون ڪڍي جيسينہ کي قتل ڪري ڇڏجو.

هن سڄي حال جي هڪ سنڌيءَ کي خبر پئجي وئي، جيڪو مهاراجا ڏاهر جو خدمتگار هو ۽ راجا دروهر راءِ جي خاص ماڻهن سان دوستي هئس. ان خدمتگار هيءَ سڄي حقيقت وڃي جيسينہ کي ٻڌائي، راجا دروهر راءِ جي نڳيءَ کان ڪيس واقف ڪيو. ان حال کان واقف ٿي جيسينہ ٻن نڪرن، هر هڪ تورسينہ ۽ سورسينہ کي گهرائي چيائين تہ، اي تورسينہ ۽ سور سينا: آءٌ راجا دروهر جي دعوت تي وڃان پيو. توهان هٿيارن سميت مون سان گڏجي هلو ۽ اتي هوشيار ٿي ويهجو تہ جيئن ڪا لچائي ۽ گڙ ٻڙ نہ ٿي سگهي. اهڙي طرح جيسينہ راجا دروهر جي دربار ۾ ويو. هوڏانهن دروهر بہ اهو حڪم ڏنو هو تہ جيسينہ سان گڏ ٻئي ڪنهن کي بہ اندر نہ ڇڏجو. پر هي ٻئي نڪر بهادر جيسينہ سان اندر هليا آيا ۽ اوچتوئي اوچتو اچي دروهر جي مٿان بيٺا. شطرنج پوري ٿيڻ تي راجا دروهر پنهنجي مقرر ڪيل جلادن کي اشاري ڪرڻ لاءِ ڪنڌ مٿي ڪنيو، پر جيسينہ جي ٻن پهريدار نڪرن کي ڏسي پشيمان ٿيو. ان کان پوءِ جيسينہ اتان اٿي پنهنجي رهڻ واري جاءِ تي آيو ۽ تيار ٿي لشڪر کي تيار ٿيڻ جو حڪم ڏنائين. حڪم موجب لشڪر تيار ٿيو ۽ راجا دروهراءِ کان موڪلائي جيسينہ لشڪر سميت سڌو وڃي جالنڌر جي حد کان ڪشمير ۾ پهتو ۽ روايتون آهن تہ عمر بن عبدالعزيز جي دؤر تائين اتي ئي هو.

**جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌ جي مهان ڪوي شيخ اياز جو خطن تي مشتمل ڪتاب آهي، جنهن جو مهاڳ، ناميارِي اديب ۽ ڏاهي محمد ابراهيم جويي لکيو آهي. هيءُ ڪتاب سوڀي گيانچنداڻي جي نانءُ ڪيل آهي. اياز جي هن ڪتاب ۾ سندس 22 خط ۽ نوٽبڪ جا ڪجهہ ورق آندل آهن، جن ۾ سندس انوکا ۽ تازا فڪري نڪتا بہ موجود آهن. مختلف قسم جي ذهني ڪيفيتن وارن خطن کي تاريخ پٽاندڙ هڪ هنڌ پيش ڪيو ويو آهي. مثلاً پهريان ٻہ خط سنڌ جي لافاني عظمت کان متاثر ٿي ۽ سنڌي عوام سان دلي وابستگيءَ جي جذبي هيٺ لکيا ويا آهن، انهن کان پوءِ ڇهہ خط ٽيڪسلا، ڪوهہ مري ۽ پورين مان، ٽيڪسلا جي قدامت ۽ بي مثل فن کان متاثر ٿي ۽ ان جي پس منظر ۾ اردو، پنجابي ۽ بنگالي ادب متعلق، ملڪ جي عام انسانن جي ڏک ڀري زندگيءَ جي مشاهدي تي لکيل آهن. هن مجموعي ۾ اياز پنهنجي ننڍپڻ جا واقعا، مٺيون ۽ ڪڙيون يادگيريون ۽ ڊائريءَ جا نوٽ بہ بيان ڪيا آهن. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو ڊسمبر 1963ع ۾ غلام رباني آگري، حيدرآباد مان ڇپايو. جنهن تي ايوبي آمريت 1964ع ۾ پابندي وڌي. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو نيو فيلڊس پبليڪيشن، حيدرآباد، جنوري 1998ع ۾ شايع ڪيو. جڏهن تہ ان جو ٽيون ڇاپو روشني پبليڪيشن، ڪنڊياري 2008ع ۾ شايع ڪيو آهي. جنهن جي قيمت 150 روپيا رکيل آهي. هي ڪتاب شيخ اياز جي نثري تخليقن جي پهرئين جلد ۾ ثقافت کاتي، حڪومت سنڌ پاران مئي 2010ع ۾ پڻ شامل ڪيو ويو آهي.

**جيڪب آباد**: جيڪب آباد، تعلقي ۽ ضلعي جو هيڊڪوارٽر $68^0$ 27" 05′ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ ۽ 05′ 27" $28^0$ اتر ويڪرائي ڦاڪ تي موجود آهي. هي شهر ريل توڙي رستن ذريعي سڄي ملڪ سان ڳنڍيل آهي. انگريز راڄ دوران هي شهر بمبئي پريزيڊنسيءَ سان ڳنڍيل هو. اڳ ۾ هي شهر خانڳڙهہ جي نالي سان سڏبو هو. هي شهر سخت گرميءَ سبب بہ گهڻو مشهور آهي، جو هتي اونهاري ۾ سخت گرمي سبب گرمي پد $54^0$ C تائين بہ پهتو آهي. 1847ع ۾ هن شهر جو خانڳڙهہ مان نالو بدلائي جنرل جان جيڪب جي نالي پويان جيڪب آباد رکيو ويو. جان جيڪب هن شهر ۾ منتظم طور 1847ع کان 1858ع تائين رهيو ۽ هتي ئي وفات ڪيائين. سندس قبر بہ هتي آهي. جان جيڪب جو يادگار وڪٽوريا ٽاور اڄا بہ جيڪب آباد ۾ موجود آهي. جيڪب آباد کي پنهنجو هوائي اڏو آهي. هي شهر ڪراچيءَ



جيڪب آباد جي بازار جو ڏيک

کان ٽي سو ميل اتر ۾، قنڌار کان 300 ميل ڏکڻ اوڀر ۾ آهي. هي شهر سنڌ-بلوچستان جو سرحدي شهر چئي سگهجي ٿو. هن وقت هتي آمريڪي فوج طرفان شهباز ايئربيس نالي فوجي هوائي اڏو قائم ٿيل آهي. جيڪو افغانستان ۾ طالبان لاءِ ٿيندڙ ڪارروائين ۾ موثر ڪردار ادا ڪري رهيو آهي. هي اڏو 11 سيپٽمبر 2001ع تي آمريڪا جي ورلڊ ٽريڊ سينٽر تي ٿيل دهشت گرد حملي کان پوءِ ترت قائم ڪيو ويو هو.

هر سال جنوري مهيني ۾ هتي وڏو جانورن جو ميلو (Cattle Show) لڳندو آهي. جنهن ۾ جانورن جو گهڻي تعداد ۾ واپار ٿيندو آهي. هتي ڪيترائي قبيلا رهن ٿا. جن مان عباسي، سومرا، مندواڻي، بگٽي، رند، ٿهيم، ڪيهر، پيچوها، پنهيار، بنگلاڻي، سندراڻي، انڙ، ابڙا، اوڍا،

ٻيا، کوسا، مگريا، جکراڻي، جاگيراڻي، مري، گبول ۽ سرڪي وغيره اهميت رکن ٿا. هن شهر جو پاڪستان ۽ سنڌ جي سياست تي گهرو اثر رهيو آهي. هن وقت بہ اعجاز علي خان جکراڻي مرڪزي وزير طور خدمتون سرانجام ڏئي رهيو آهي. جڏهن تہ الاهي بخش سومرو پاڪستان جي قومي اسيمبلي جو اسپيڪر رهي چڪو آهي. سنڌ جي وزيراعليٰ طور شهيد الاهي بخش سومرو هڪ مدبر، ناظم، قوم پرست سياستدان ٿي گذريو آهي. ان کان سواءِ ميان محمد سومرو، سنڌ جو گورنر، چيئرمئن سينيٽ ۽ پاڪستان جي وقتي صدر طور بہ خدمتون سرانجام ڏنيون آهن. جسٽس رٽائرڊ عبدالرزاق ٿهيم (مرحوم)، سردار منظور خان پنهور، سهراب خان سرڪي ۽ حاجي امام بخش کيهر (مرحوم) ۽ ٻين سياسي ميدان ۾ پاڻ ملهايو اٿن.

برصغير جي جاگرافيائي بيهڪ کي ڏٺو وڃي تہ وچ ايشيا ۽ اولھ ايشيا کان برصغير پاڪ و هند ۾ داخل ٿيڻ جا ٻہ رستا آهن: هڪ خيبر لڪ کان ۽ ٻيو بلوچستان کان. بلوچستان کان سنڌ ۾ داخل ٿيڻ لاءِ ٻن لڪن کان اچ وڃ رهي آهي. 'بولان لڪ' ۽ ٻيو 'مولا لڪ'. 'بولان لڪ' واري سڙڪ موجوده جيڪب آباد وٽان لنگهي شڪارپور شهر جي ٿورو پريان ٿيندي، موجوده ڳوٺ لکي يا ماڙي وٽ پهچندي هئي. ٻيو رستو 'مولا لڪ' کان نڪرندو هو. اهو جيڪب آباد ضلعي جي ڳڙهي خيري تعلقي مان لنگهي لاڙڪاڻي ضلعي جي قديم شهر 'جهڪر جو دڙو' کان ٿيندو موجوده شهر باڍھ سان ملندو هو. عالمن جو رايو آهي تہ هيءُ شهر بہ هزار قبل مسيح کان وٺي 800 ق. م تائين لاڳيتو آباد رهيو آهي ۽ تهذيبي ترقيءَ جي مختلف دورن مان گذريو آهي. جيڪب آباد ضلعو واپاري قافلن جي اچ وڃ جو ذريعو ۽ ٻاهرين قومن جو گذرگاهہ رهيو آهي. آثار ۽ اهڃاڻ ٻڌائين ٿا تہ موهن جي دڙي واري تهذيب جي ابتدائي زماني ۾ قديم 'بابل' ۽ 'ار' شهر جون قومون هتي آيون ۽ سنڌ جي ڪن هنڌن تي شهر آباد ڪري ويهي رهيون. اهي قومون ٽي هزار سال ق.م ۾ هتي پهتيون. هنن پنهنجي رهائش لاءِ جيڪي نوان شهر آباد ڪيا انهن جي پويان وطن جي يادگار طور 'ار' پڄاڙي ۾ ڳنڍيائون. جنهن جي لغوي معنيٰ آهي 'شهر' ۾ جيڪب آباد ضلعي ۾ 'ڪشمور' شهر ان ڳالھ جي توثيق ڪري ٿو اهڙيءَ نوعيت جا ٻيا شهر لهور، جهڪر، سکر وغيره. ملن ٿا. ايران جي بادشاهہ دارا اول جون فوجون 480 ق.م ۾ هن رستي سان جيڪب آباد واري علائقي مان لنگهي سنڌ ۾ آيون هيون. 3300 ق. م ڌاري سڪندر مقدوني بہ هن ئي رستي تان لنگهيو اهي اچي چمڙي وارا هئا. ان ڪري يورپ وارا کين 'ساڪياسائيز' سڏين ٿا. سومرن ۽ سمن جي ڏينهن ۾ بلوچ قومون سنڌ ۾ اچڻ شروع ٿيون. خاص طور سان جيڪب آباد واري علائقي ۾ بلوچ وڏي تعداد ۾ ايندا ويا. جيڪب آباد واري علائقي ۾ بلوچ قبيلن جو تعداد وڌندو رهيو جو انگريزن جي زماني ۾ ويهين صديءَ جي ٽئين ڏهاڪي ۾ بلوچستان جي آباديءَ جي شرح ضلعي جي آدمشماري جو ٻہ ڀاڱي پنجون حصو هو انهيءَ نسبت سان هن علائقي جو مک بلوچ قبيلو 'ٻڙدي' ليکيو ويندو هو انهيءَ نسبت سان هن علائقي کي 'ٻڙيدا' بہ سڏيو ويندو هو انهيءَ کان سواءِ هت ٻيا بلوچ قبيلا بہ آباد آهن. جيئن رند، کوسا، ڊومڪي، جمالي، لاشاري، سهرياڻي وغيره. ٽالپرن جي زماني ۾ هي علائقو ٽالپر حڪومت جي حدن ۾ هو ۽ ٽالپرن جي آخري دور 1839ع ڌاري انگريزن خيرپور جي ميرن کان اجازت وٺي بکر ۽ سکر ۾ فوجي ڇانوڻيون قائم ڪيون. ان کان پوءِ انگريزن جون فوجون شڪارپور ۽ جيڪب آباد واري علائقي مان لنگهي اڳتي وڃي پڙاءُ وجهنديون هيون . انگريزن کي معلوم ٿيو تہ ويڙهاڪ بلوچ 'خان ڳڙھ' واري ڪوٽ ۾ اچي پناهہ وٺن ٿا. انهيءَ ڪري هنن خانڳڙھ تي حملو ڪيو سنڌ تي قبضو ڪرڻ کان پوءِ جنوري 1847ع ڌاري سنڌ جي ڪمشنر 'جنرل جان جيڪب' کي حڪم ڪيو تہ هو 'خانڳڙھ' ۾ وڃي هيڊ ڪوارٽر قائم ڪري، جتان هو بگٽين ۽ ٻين بلوچ قومن جي حملن کي روڪي سگهجي. جان جيڪب پنهنجي حڪمت عملي سان اتي امن قائم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو جان جيڪب خانڳڙھ کي سڌاري وڌائي ۽ پنهنجو هيڊڪوارٽر بڻايو ان کان پوءِ خانڳڙھ کي 'جيڪب آباد' جو


وڪٽوريا ٽاور

نالو مليو ۽ ضلعو بہ انهيءَ نالي سان مشهور ٿيو. انهن ڏينهن ۾ سنڌ جو ڪمشنر مسٽر 'پرنگل' هو. انگريزن جڏهن ڪوئيٽا تي قبضو ڪيو تہ جيڪب آباد ۾ قائم ڪيل فوجي ڇانوڻيءَ جي حيثيت گهٽجڻ لڳي. آخر ڪيترا سال انگريز آرميءَ جي فقط هڪ ريجمينٽ جيڪب آباد ۾ رهندي آئي. 1914ع ڌاري اها بہ ختم ڪري ڇڏي هنڌ رکي وئي. البت جيڪب آباد شهر ترقي ڪندو رهيو. ضلعي ٿيڻ کان پوءِ ڪيس ترقيءَ جا اجا وڌيڪ موقعا مليا. شهدادڪوٽ تعلقو بہ هن ضلعي ۾ شامل هو پر پرويز مشرف جي دور ۾ شهدادڪوٽ الڳ ڪري قمبر سان گڏائي نئون ضلعو شهدادڪوٽ- قمبر ٺاهيو ويو. هاڻي هن ضلعي ۾ ٽي تعلقا آهن، جن ۾ تعلقو جيڪب آباد، ٺل ۽ ڳڙهي خيرو شامل آهن. 1998ع جي آدمشماريءَ موجب هن شهر جي آدمشماري 13,77,000 ڄاڻائي وئي آهي. هي ضلعو ٽن تعلقن ۽ 40 يونين ڪائونسلن ۾ ورهايل آهي:

(1) تعلقو ڳڙهي خيرو، جنهن ۾ الھ آباد، علڻ پور، ڳڙهي خيرو، خدا آباد، ميرڻ پور ۽ محمدپور نالي يونين ڪائونسلون آهن.

(2) تعلقو جيڪب آباد، جنهن ۾ احمد پور، دستي، ڳڙهي چاند، جيڪب آباد- I، جيڪب آباد- II، جيڪب آباد- III، جيڪب آباد- IV، جيڪب آباد- V، جيڪب آباد- VI، جيڪب آباد- VII، جيڪب آباد- VIII، نورا، قادرپور، رمضان پور ۽ رند واهي نالي يونين ڪائونسلون آهن.

(3) تعلقو ٺل، جنهن ۾ بچرو، بلوچ آباد، دين پور، ڳڙهي حسن، جونگل، ڪريم بخش، ڪوٽ جنگو، لوگي، ميرپور ٻرڙو، مصري پور، مبارڪ پور،

رانجها پور، سيد ڪوٽ، شيرواهه، تاجو ڪوسو، ٺل نئون، ٺل- I، ٺل- II، ۽ توج نالي يونين ڪائونسلون موجود آهن.

- تعلقي جيڪب آباد جي هڪ ديهه جو نالو به جيڪب آباد آهي، جنهن ۾ ڳوٺ هزار خان سيپايو، فضل محمد خان خاراڻي ۽ محمد علي بروهي شامل آهن.

**جيڪب آباد تواريخي نظر ۾** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ڪالو خان اياز نالي ليکڪ جو تصنيف ڪيل آهي تاريخ جي موضوع تي لکيل هن ڪتاب ۾ جيڪب آباد شهر جي ماضيءَ جي ساروڻين، عمارتن، واقعن، راندين، ميلن، شخصيتن، موسمياتي احوال، زرعي پيداوار طور ٿيندڙ فصل ۽ تاريخي جنگجو قبيلن جو تذڪرو شامل ڪيل آهي. هيءُ پنهنجي نوعيت ۾ تاريخي ۽ زخيم ڪتاب آهي. جنهن ۾ ميلن، شخصيتن، تاريخي عمارتن وغيره جا فوٽو پڻ ڏنا ويا آهن. ڪتاب کي مجموعي طور ٽن بابن: ماضيءَ جا نقوش، ماضيءَ قريب جا نشان، حال جون تصويرون وغيره ۾ تقسيم ڪيو ويو آهي. ڪتاب جو انتساب ليکڪ پاران وطن جي حفاظت ۽ آزاديءَ لاءِ وڙهي شهادت ماڻيندڙ انهن مجاهدن جي نالي ڪيل آهي، جيڪي خانگڙهه ۾ انگريزن سان وڙهيا هئا. ان کان سواءِ ليکڪ پاران ’عرض حال‘ ۽ ’آبائي شهر‘ جي عنوانن سان نوٽ پڻ درج ڪيل آهن. ڪرائون سائيز ۾ 94 صفحن تي مشتمل هيءُ ڪتاب حبيب پرنٽنگ پريس جيڪب آباد مان ضلعي ترقياتي ايسوسيئيشن، جيڪب آباد ۽ ڪالو خان اياز پاران، مئي 1978ع ۾ شايع ٿيو.




**جيڪر مون کي قتل ڪيو ويو** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جو، ڦاسي گهاٽ ۾ لکيل تحريرن تي مشتمل ڪتاب آهي، جنهن ۾ ذوالفقار علي ڀٽي (شهيد) پنهنجي سياسي تجربي، ملڪي صورتحال، شخصيتن ۽ ان وقت جي حڪومتي صورتحال جو ذڪر ڪيو آهي، اصل انگريزي ڪتاب 'If I am Assassinated' جي عنوان سان لکيل هيون، جنهن جو هي سنڌيءَ ۾ ترجمو حسين بادشاهه ڪيو آهي. ڊيمي سائيز ۽ پڪي جلد واري هن ڪتاب ۾ 322 صفحا آهن. رنگين ٽائيٽل ۽ خوبصورت ڇپائيءَ وارو هيءُ ڪتاب روشني پبليڪيشن ڪنڊياري پاران 2006ع ۾ شايع ڪيو ويو.




**جيڪي ڏٺو آ مون** (ڪتاب): هن ڪتاب جو ليکڪ، محمد موسيٰ ڀٽو آهي، جيڪو سائين جي. ايم. سيد جي ڪتاب ’جيئن ڏٺو آهه مون‘ تي تنقيدي مواد تي مشتمل آهي، جنهن ۾ جي. ايم. سيد جي اسلام جي صحيح روح جي تشريح ۽ تصوف جي پيچيدگين جي سمجهاڻيءَ کي شريعت ۽ اسلام جي خلاف ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي ۽ ڪتاب ۾ مذهب، سائنس، حقيقت، انساني مشاهدي، مذهبن جي ميلاپ، عيسائيت ۾ ٽن خدائن جي تصور، وحدت الوجود جي سادي شڪل، تصوف ۽ اسلام، نئين سائنسي تحقيق ۽ ٻين موضوعن تي لکيو ويو آهي. 190 صفحن تي مشتمل هيءُ ڪتاب 1989ع ۾ شايع ٿيو جنهن جي قيمت 20 رپيا آهي. هيءُ ڪتاب سنڌ نيشنل اڪيڊميءَ، لطيف آباد، حيدرآباد شايع ڪيو آهي.




**جيل**: جيل (Jail) لفظ جي معنيٰ آهي: سرڪاري قيدخانو يا بندي خانو. جيل مان مراد اهڙي عمارت يا جاءِ، جتي سرڪاري توڙي غير سرڪاري ڏوهن جي الزام هيٺ آيل ماڻهن کي سماجي سرگرمين ۽ شخصي آزاديءَ کان الڳ ڪري، مٿن ڏوهن/ ڏوهه جي جاچ لاءِ رکيو وڃي. هي معنيٰ ۾ جيل هڪ اهڙي جاءِ هوندو آهي، جتي ڏوهن جي سزا ۽ وارداتن جي جاچ لاءِ ڏوهارين کي رکيو ويندو آهي. ڏوهه ثابت ٿيڻ کان پوءِ، جيل ۾ ڪين مليل سزا ڪاٽڻي پوندي آهي. جيل اصل ۾ سزا گهر نه هوندا آهن، پر اتي ڏوهارين جي تربيت ۽ تعليم ذريعي اصلاح ڪري ڪين سماج جا سُٺا شهري بنايو ويندو آهي. جيل ۾ رڳو سماجي ڏوهارين کي نه، پر سياسي قيدين کي به رکيو ويندو آهي ۽ جيل سياسي هٿيار طور به استعمال ٿيندا آهن.

جيلن بابت پهريون ذڪر بائيبل ۾ ملي ٿو جنهن موجب حضرت يوسف عليه السلام کي مصر جي قيد/ جيل ۾ رکيو ويو هو.

سنڌ ۾ جيلن جي تاريخ پراڻي آهي. ان لاءِ سنڌي زبان ۾ ڪافي اصطلاح موجود آهن. جيئن ڪاٺ ۾ پوڻ، جنم ٽيپ ملڻ وغيره.

پراڻي زماني ۾ ڏوهارين کي سزا طور ڪاٺ جو ڳرو تختو ڳچيءَ ۾ وجهي سندس هٿ ان تختي سان ٻَڌا ويندا هئا. ميرن جي دور کان سنڌ ۾ جيلن جو چٽو تصور نظر اچي ٿو. ڪوٽڏجي جي قلعي ۾ ميرن جو جيل نهيل آهي. جيل باقاعدي طور انگريز دور کان شروع ٿيا. سنڌ ۾ پراڻي ۾ پراڻو جيل سکر سينٽرل جيل آهي، جڏهن نه حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ ۾ وڏا سينٽرل جيل نهيل آهن، جتي وڏيون سزائون مليل ڏوهاري قيد ڪاٽيندا آهن.



سينٽرل جيل حيدرآباد

ٻارن جو 'جوويناٽيل جيل' ڪراچيءَ ۾ آهي ۽ عورتن لاءِ به الڳ جيل خانا ٺهيل آهن. انگريز شروع ۾ وڏن ڏوهارين کي سزا طور ڪاري پاڻيءَ جي سزا ڏيندا هئا. ڪاري پاڻيءَ مان مراد جاوا ۽ سوماترا جا ٻيٽ هئا، جتي قيدين کي رکيو ويندو هو ۽ اتان سندن موٽڻ محال هوندو هو.

پاڪستان ۾ هاڻي هر ضلعي ۾ هڪ ڊسٽرڪٽ جيل موجود آهي. پاڪستان ۾ سياسي قيدين جي حوالي سان جيڪي جيل مشهور رهيا آهن، تن ۾ ڪوٽ لکپت، ساهيوال جيل، اڊيالا جيل لاهور، سکر سينٽرل جيل، حيدرآباد سينٽرل جيل، نارا جيل، ڪراچي جيل، راولپنڊي جيل وغيره شامل آهن. اڪثر موقعن تي ڪن شخصيتن کي سندن گهر اندر نظربند به ڪيو ويندو آهي، جنهن بعد ان گهر کي 'سب جيل' قرار ڏنو ويندو آهي.

**جيلاني**: جيلاني ۽ گيلاني، حسني ۽ حسيني سيد آهن. جيڪي حضرت شيخ عبدالقادر جيلانيءَ جي اولاد مان آهن. شيخ عبدالقادر جيئن ته جيلان مان اسلامي تعليم ورتي هئي، ان ڪري سندن اولاد جيلاني يا گيلاني سڏيو ويو. انهن مان ڪجهه سادات بغداد مان سنڌ هجرت ڪري آيا. راڻيپور، خيرپور، ڪاماري، گهوٽڪي، قاضي احمد، گاجيلي شريف، ميرپورخاص، پيرڻ، نيئنگ ۽ ٽاٽي بولاخان جا جيلاني پير انهن ۾ شامل آهن. مشهور سياستدان غلام رسول شاهه، آفتاب شاهه (ميرپورخاص)، سيد قائم علي شاهه (خيرپور)، صالح شاهه ۽ غلام شاهه (نيئنگ) جيلاني سيدن مان آهن. ڪي سادات پنجاب ۾ وڃي وسيا ۽ گيلاني سڏيا ويا. وزيراعظم پاڪستان، يوسف رضا گيلاني به انهن مان آهي.

**جيلاني پير عالي شاهه**: پير عالي شاهه، بدين ۽ لاڙ پٽ جي هڪ سماجي ۽ سياسي شخصيت هو. هن 12 اپريل 1916ع تي بدين ۾ جنم ورتو. سندس والد پير پاون علي شاهه ساقي، 'شاهه قادري درگاهه، بدين' جو سجاده نشين هو. هن بزرگ جا وڏا اصل پچ (ڪڇ) جا رهندڙ هئا. راءِ (راجا) ۽ ڪڇ جي ٻين ماڻهن جي هن درگاهه سان گهڻي عقيدت رهي آهي. پير عالي شاهه جو والد گذاري ويو ته ان وقت پير صاحب جي عمر ٻه سال هئي. هن گادي ۽ ملڪيت جي سنڀال مريدن ۽ معززن جي هڪ بورڊ ڪئي. جڏهن پير عالي شاهه گادي سنڀالڻ جي لائق ٿيو ته کيس گادي نشيني حوالي ڪئي وئي. پير عالي شاهه 1931ع ۾ دوستن (ڊاڪٽر سلطان احمد جوڻيجي) ۽ مريدن سان گڏ گڏيل هندستان جي ڪيترن شهرن (دهلي، ڪلڪتي ۽ اجمير شريف وغيره) ويو. 1935ع کان مقامي سياست ۾ حصو ورتائين. 1946ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر ٿيو. پير صاحب خانگي طور سنڌي، اردو ۽ انگريزي پڙهيو. 1946ع ۾ مسلم ليگ ۾ به شامل ٿيو.

کيس ڪتابن جي مطالعي جو شوق هوندو هو. سندس لائبريريءَ ۾ ادب، تاريخ ۽ مذهب بابت وڏي تعداد ۾ ڪتاب موجود هئا. پنهنجي آتم ڪهاڻي "منهنجي ماضيءَ جا چند ورق" لکيائين، جيڪا 1975ع ۾ شايع ٿي. پير صاحب ٻهرين ڊسمبر 1973ع تي وفات ڪئي. کيس اباڻي قبرستان شاهه قادري تعلقي بدين ۾ مدفون ڪيو ويو.



**جيلاني، جاويد شاهه**: خيرپور ضلعي جي سياسي شخصيت جاويد شاهه جيلاني، سيد عبيد علي شاهه عرف ڏاڏا شاهه جو فرزند آهي. هن خيرپور شهر ۾، 8 مئي 1948ع تي جنم ورتو. پرائمري تعليم خيرپور جي مئن پرائمري اسڪول مان حاصل ڪيائين. مئٽرڪ 1964ع ۾ ناز هاءِ اسڪول خيرپور مان ڪيائين. هن ممتاز ڪاليج خيرپور مان 1966ع ۾ انٽر سائنس ڪرڻ بعد 1969ع ۾ سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري مان پوليٽيڪل سائنس ۾ بي. اي (آنرز) ۽ ساڳئي مضمون ۾، 1970ع ۾ ايم. اي ڪئي. تعليم مڪمل ڪرڻ کان پوءِ لوڪل گورنمينٽ ڊپارٽمينٽ ۾ ائڊمنسٽريٽر طور ملازمت ڪيائين. جاويد شاهه، ميونسپل ڪميٽي روهڙي، بدين، حيدرآباد وغيره ۾ ائڊمنسٽريٽر رهڻ بعد 1993ع کان 1996ع تائين ڊسٽرڪٽ ڪائونسل ڪراچيءَ جو ائڊمنسٽريٽر رهيو.

جاويد شاهه جيلانيءَ 1998ع ۾ پيپلزپارٽيءَ ۾ شموليت سان عملي سياست ۾ قدم رکيو. ان دوران کيس 'آصف زرداري رهائي ڪميٽي'، ضلعي خيرپور جو صدر چونڊيو ويو. محترمه بينظير ڀٽو جي آشيرواد سان پيپلز ورڪرز ايڊ ڪميٽيءَ جو صدر به رهيو. 2002ع ۾ پ پ پ جي ٽڪيٽ تي اين. اي 215 خيرپور ٽڪ تان چونڊن ۾ بيٺو ۽ مسلم ليگ (ف) جي اميدوار، پير صدرالدين شاهه راشديءَ کان ٽي هزار پنج سو ووٽن تان هارايائين. جاويد شاهه جو خيال هو ته جيڪڏهن کيس پيپلزپارٽي آبائي ٽڪ تان بيهاري ها، ته هو ضرور وڏي اڪثريت سان ڪامياب ٿئي ها. ان ڳالهه تان هن جا پ پ پ سان اختلاف ٿيا ۽ هن 2003ع ۾ مسلم ليگ (ف) ۾ شموليت اختيار ڪئي ۽ 2007ع تائين ان سان ٿي رهيو. 27 ڊسمبر 2007ع تي محترمه بينظير ڀٽو جي دردناڪ شهادت هن جي ذهن تي وڏو اثر وڌو. جيتوڻيڪ کيس 2008ع جي چونڊن ۾ مسلم ليگ (ف) جي طرفان ايم. اين. اي جي ٽڪيٽ ڏني وئي، پر هن چونڊن ۾ خاص دلچسپي نه ورتي. پوءِ به کيس ڇٽيهه هزار ووٽ مليا. 2008ع جي چونڊن کان پوءِ هن پير صاحب پاڳاري سان ملاقات ڪري مسلم ليگ (ف) کي خيرباد چيو. ان کان پوءِ ٻه اڍائي سال هو ضلعي اندر سماجي ڀلائيءَ جي ڪمن ۾ سرگرم رهيو ۽ ڊسمبر 2010ع ۾ محترم آصف زرداريءَ جي اجازت سان پ پ پ ۾ ٻيهر شامل ٿيو ۽ اڄ ڏينهن تائين ان ۾ ئي سرگرم آهي.

جاويد شاهه 1997ع کان وٺي سماجي ڪمن ۾ سرگرم رهيو آهي. هن خاص ڪري خيرپور جي اسپتالن ۾ مختلف ذريعن سان ڪروڙين روپين جي لاڳت سان آءِ. سي. يو ۽ ڊائلاسز سينٽر قائم ڪرايا. خاص ڪري سول اسپتال خيرپور ۾ پنهنجي والد ۽ نامور شخصيت ڏاڏا شاهه جي نالي سان ذاتي خرچ سان ڊائلاسز سينٽر قائم ڪرايائين، جيڪو اڄ ڏينهن تائين سندس مدد سان ڪم ڪري رهيو آهي.

**جيلاني، حنا**: حنا جيلاني اها سجاڳ عورت آهي، جنهن انساني حقن جو پرچار وڏي بهادريءَ سان ڪيو آهي. هن 1979ع کان قانون جي پرڪٽس جي ابتدا ڪئي، جڏهن ملڪ ۾ مارشل لا جو نفاذ هو. 1980ع ۾ هن پنهنجي ڀيڻ عاصمه جهانگير سان گڏجي ٻهرين پيرو عورتن لاءِ AGHS نالي ليگل ايڊ سيل قائم ڪيو جنهن جو مقصد عورتن جي فلاح، تحفظ ۽ منجهن سماجي شعور پيدا ڪرڻ هو. حنا جيلاني، هيومن رائيٽس ڪميشن آف پاڪستان (HRCP) ۽ ويمن ايڪشن فورم (WAF) جي باني ميمبرن مان آهي.



هن جنرل ضياء الحق جي دور ۾ عورتن بابت امتيازي قانون سازيءَ خلاف ڀرپور مهم هلائي ۽ ان سلسلي ۾ 1986ع ۾ هن ملڪ ۾ پهرئين 'ليگل ايڊ سينٽر' جو بنياد وڌو.

حنا جيلاني ڳچ عرصو عورتن، ٻارن ۽ اقليتي حقن بابت جاکوڙ ۾ گذاريو آهي. ڪيس ڪيترين ئي مخالفتن جو منهن بہ ڏسڻو پيو. ڪيس ڪافي ڌمڪيون مليون ۽ مٿس قاتلاڻو حملو بہ ٿيو پر هن پنهنجي ڀيڻ عاصمہ جهانگير جيان پنهنجي جاکوڙ جاري رکي. ملڪي توڙي غير ملڪي فورمن تي نهايت سرگرم رهي آهي. هوءَ اقوام متحده جي سيڪريٽري جنرل جي انساني حقن جي محافظ طور 2000ع کان 2008ع تائين نمائندگي ڪيائين. ان کان سواءِ 2006ع ۾ اقوام متحده جي 'فئڪٽ فائنڊنگ ڪميشن' جي ميمبر طور سوڊان ۾ مقرر رهي. ڪيس مجتا طور ڪيترائي اوارڊ بہ مليا آهن، جن ۾ قانوني ميدان ۾ غير معمولي خدمتن عيوض مليل 'ايڊيٽرز اوارڊ' ۽ هن انساني حقن جي موضوعن تي ڪيترا ليڪچر بہ ڏنا آهن.

**جيلاني، سيد شيراز شاهہ**: سيد شيراز شاهہ ولد ارشاد شاهہ جيلاني، 9 جنوري 1978ع تي ٻوزدار وڏا، ضلعي خيرپورميرس ۾ ڄائو. پرائمري ۽ سيڪنڊري تعليم ڳوٺ ۾ پڙهڻ بعد بي. اي ۽ ايم. اي شاهہ لطيف يونيورسٽي خيرپور ميرس مان ڪيائين. هن پنهنجي فني زندگيءَ جو آغاز 1997ع ۾ ريڊيو پاڪستان خيرپور جي پروگرامن ۾ ميزبان ۽ صداڪار طور ڪيو.



1999ع ۾ 'راجا پاڪستاني' نالي اسٽيج ڊرامي ۾ ڪم ڪيائين. 2004ع ۾ ڪي. ٽي. اين تي سولو پلي 'اُماس کان پوءِ' ۾ ڪم ڪرڻ بعد مختلف سيريلن: 'آڙاهہ'، 'ويا'، 'ٻڙي' ۽ 'سچ چنڊ پاڇا' ۾ ڪم ڪيائين. 2005ع ۾ ڪي. ٽي. اين جي ڊرامن: 'واڇوڙو'، 'سهارو'، 'درد جي موسم'، 'اڌورا انسان' ۾ اسسٽنٽ ڊائريڪٽر طور ڪم ڪيائين. سندس ڊائريڪشن ۾ مهراڻ ٽي. ويءَ جا لانگ پلي 'نا' ۽ 'خالي جوڙ' منظرعام تي آيا. ان کان سواءِ هن مختلف ڊرامن، سيريلن ۽ فلمن: 'مٽ ۾ بند لمحو'، 'مرگهہ ترشنا'، 'عشق کي شاباس'، 'ڪنهن ڪون ڪيڏا ڏک اَي'، 'گوهر منزل'، 'گناهہ' ۽ 'رمتا جوڳي'، 'خالي گهر'، 'صحرائي چنڊ'، 'تتر تيز اڏار'، 'بليڪ اينڊ وائيٽ'، 'جانور'، 'ڪارو آسمان'، 'دعا کي ٽهڪو'، 'چنبيلي'، 'تازو'، 'ديس پرديس'، 'راجو'، 'اڌوري ڪهاڻي'، 'دل پرائي ديس'، 'درياهہ بادشاهہ'، 'چورن مٿان مور' ۽ 'جنوني' وغيره ۾ بہ ڪم ڪيو آهي. سندس ڊائريڪشن هيٺ عثمان ميمڻ جي ٽيلي فلم 'درياهہ بادشاهہ' بہ ڪنگز وڊيو سڪر پاران 2010ع ۾ رليز ٿي آهي.

**جيلاني، سيد ڪرم الله شاهہ**: گهوٽڪيءَ جي جيلاني ساداتن مان سيد ڪرم الله ولد فيض الله شاهہ جيلاني وقت جو وڏو عالم ۽ مدرس ٿي گذريو آهي. پنهنجي والد فيض الله شاهہ کان پوءِ گاديءَ تي ويٺو. وڏو پرهيزگار، زاهد ۽ قرآن جو حافظ هو. والد جي وفات کان پوءِ جيلاني مدرسي ۾ درس تدريس جو سلسلو جاري رکيائين. هن بزرگ 11 رمضان 1260هہ/ 1844ع تي وفات ڪئي. سندس مقبرو گهوٽڪيءَ جي وڏين خانقاهن ۾ ڳڻجي ٿو.

**جيلاني، سيد محمد صالح اصغر**: سيد صالح محمد شاهہ اصغر، مبارڪ شاهہ ثانيءَ جو فرزند هو. سندس ولادت 1244هہ/1828ع ڌاري گهوٽڪيءَ ۾ ٿي. 1855ع ۾ درگاهہ جو سجاده نشين ٿيو. خانداني روايت موجب درس ۽ تدريس سان لاڳاپيل رهيو. علم ۽ فضل جو صاحب، سخي، واعظ ۽ بهترين مدرس هو. سندس دور ۾ گهوٽڪيءَ جي جامع مسجد جي مرمت علي بخش مختيارڪار جي ڪوشش سان ٿي. هن بزرگ 11 جمادي الاول 1277هہ/ 1860ع ۾ وفات ڪئي.

**جيلاني، شيخ عبدالقادر**: حضرت شيخ عبدالقادر جيلاني، 1 رمضان 471هہ/7 مارچ 1079ع ۾ سيد ابو الصالح جي گهر جيلان (بغداد) ۾ پيدا ٿيو. پاڻ اجا هوش ئي نہ سنڀاليائين تہ سندس والد جو انتقال ٿي ويو. جنهن کان پوءِ سندس پرورش جي ناني عبدالله موصعيءَ ڪئي. سيد عبدالقادر جيلاني حسني حسيني سيد هو.

شيخ صاحب جو والد سيد ابو صالح بہ هڪ ڪامل ولي هو. جنهن جو لقب 'جنگي دوست' هو. سندس والده بہ وڏي زاهده هئي. شيخ صاحب جي تربيت سندس ناني سيد عبدالله موصعيءَ ڪئي. ننڍپڻ کان ئي ڪيس حق گوئي، ايثار، اخوت، خلوص، غريب پروري، صبر ۽ توڪل ۽ زهد ۽ تقويٰ جي تعليم ڏني وئي هئي. جڏهن علم حاصل ڪرڻ لاءِ شيخ صاحب بغداد وڃي رهيا هئا تہ ان وقت سندس والده ڪيس نصيحت ڪئي تہ پٽ ڪوڙ ڪڏهن بہ نہ ڳالهائجانءِ. ان هدايت سان گڏ ڪيس سفر لاءِ چاليهہ دينار ڏنائين. جنهن قافلي سان شيخ عبدالقادر هو ان کي همدان کان ٿورو اڳتي ڌاڙيلن گهيري ورتو ۽ ڦرمار ڪرڻ لڳا. هڪ ڌاڙيل شيخ صاحب کان پڇيو تہ تو وٽ ڇا آهي؟ هن جواب ڏنو تہ مون وٽ چاليهہ دينار آهن. اهو ٻڌي ڌاڙيل چيس تہ ماڻهو تہ پنهنجا پئسا لڪائيندا آهن. تون اسان کي بنا هٻڪ پيو ٻڌائين. شيخ صاحب جواب ڏنو تہ: "مُنهنجي امڙ مون کي نصيحت ڪئي هئي تہ ڪڏهن بہ ڪوڙ نہ ڳالهائجانءِ". اهو ٻڌي سڀ ڌاڙيل پشيمان ٿيا ۽ سندس هٿ تي بيعت ڪيائون.

شيخ عبدالقادر جيلاني، علوم اسلاميہ فقہ ۽ تفسير جي اصول وغيره مان فارغ التحصيل ٿيڻ کان پوءِ مجاهيت رياضت ۾ مصروف رکيو ابن ڪثير لکيو آهي تہ، "شيخ صاحب خليفن، وزيرن، بادشاهن، قاضن ۽ هر خاص ۽ عام کي 'امر بالمعروف ونهي عن المنڪر' جي تلقين ڪندو هو."

شيخ عبدالقادر جيلانيءَ جي زندگي اهل طريقت وارن لاءِ مشعل راهہ آهي. پاڻ ڏينهن رات درس ۽ تدريس ۽ وعظ ۽ نصيحت ۾ گذاريندو هو. اسلام جي هن بابرڪت هستي، 11 ربيع الثاني 561هہ/ 14 فيبروري 1166ع تي انتقال ڪيو. سندس وفات کان پوءِ مسلمان هر سال 11 ربيع الثاني تي وڏي عقيدتمنديءَ سان خيرات ڪندا آهن. جنهن کي يارهين ڪري سڏيندا آهن.

**جيلاني، عاصمہ جهانگير**: عاصمہ جهانگير جيلاني، نامور قانوندان ۽ انساني حقن جي اڳواڻ، 27 جنوري 1952ع تي لاهور ۾ پيدا ٿي. هن گريجوئيشن لاهور جي ڪائناڊ ڪاليج (Kinnaid College) مان ڪئي. قانون جي ڊگري پنجاب يونيورسٽيءَ مان حاصل ڪيائين. عاصمہ جهانگير کي سئٽزرلينڊ جي سينيٽ گئلن (Saint Gallan) يونيورسٽيءَ مان اعزازي ڊگري بہ ملي آهي. عاصمہ جهانگير پنجاب جي هڪ خوشحال خاندان جي چشم و چراغ آهي. هن جو پيءُ ملڪ جيلاني پاڪستاني فوج ۾ عملدار رهيو ۽ رٽائرمينٽ کان پوءِ سياست ۾ داخل ٿيو. آمريت خلاف تقريرون ڪرڻ



تي ڪيس ڪيترو عرصو جيل ۾ بہ رکيو ويو. عاصمہ جهانگير ننڍي عمر ۾ ئي فوجي حڪومت خلاف احتجاج ڪيو. 2004ع ۾ هوءَ اقوام متحده جي خاص رپورٽر رهي، شروع ۾ هن اقوام متحده جي هڪ خاص رپورٽر جي حيثيت سان Extra Judicial Arbitary & Summary Executions تي ڪم ڪيو

هوءَ 1998ع کان International Commission of Jurists (بين الاقوامي فقيھ ڪميشن) جي ميمبر رهي آهي. هن پنهنجي ڪيريئر جو گھڻو عرصو عورتن جي حقن، مذهبي اقليتن ۽ ٻارن جي حقن جي تحفظ ڪندي گذاريو آهي. عورتن جو تحفظ ڪرڻ، گاريال ۽ وحشي مردن کان زالن کي طلاق ڏيارڻ، مذهب جي گستاخيءَ جي الزامن هيٺ بيگناهہ گرفتار يا قاتل ماڻھن کي انصاف وٺي ڏيڻ ۽ ٻارن کي جبري پورهئي تي مجبور ڪرڻ جهڙين سماجي براين کي روڪڻ لاءِ سرگرم رهي آهي. سياسي پارٽين جي مسلسل تنقيد ڪيس فولادي شخصيت بنائي ڇڏيو آهي. هوءَ پاڪستان جي انساني حقن واري جماعت جي سربراهہ رهي چڪي آهي ۽ ان جي سيڪريٽري جنرل ۽ چيئرپرسن بہ رهي چڪي آهي. هن 'Women Action Forum' (WAF) جي پليٽ فارم تان عورتن جي حقن لاءِ ساڻن ٿيندڙ زيادتين خلاف آواز اٿاريو آهي. 1995ع ڌاري عاصمہ جهانگير کي انساني حقن وارين تنظيمن طرفان 'Maritin Ennal Award' ۽ 'Ramon Magsay Saya award' بہ ملي چڪا آهن. انٽرنيشنل بار ايسوسيئيشن طرفان ڪيس 2000ع ۾ 'Bernard Simons Memorial Award' سان نوازيو ويو. پرويز مشرف جي ايمرجنسي لاڳو ڪرڻ ڪري جيڪي سياستدان ۽ سماجي ڪارڪن نظربند ڪيا ويا، عاصمہ جهانگير کي بہ انهن سان گڏ اقوام متحده جي ملازم هوندي بہ نظربند ڪيو ويو هو.

محترمہ بينظير ڀٽو شهيد پنهنجي حڪومت ۾ عاصمہ جهانگير کي هاءِ ڪورٽ جي عورت جج جي سيٽ لاءِ آڇ ڪئي، جيڪا هن قبول نہ ڪئي. سندس عورتن کي بهتر مقام ڏيارڻ لاءِ ڪيل ڪوششون قابل تعريف آهن. 29 آڪٽوبر 2010ع ۾ عاصمہ جهانگير سپريم ڪورٽ بار ڪائونسل جي صدر چونڊجي وئي آهي.

تازو 10 ڊسمبر 2010ع (انساني حقن جي عالمي ڏينهن) تي اقوام متحده طرفان ڪيس دنيا ۾ انساني حقن لاءِ جاکوڙڻ واري جذبي کي هَٿِي ڏيڻ عيوض هڪ ڪيش اوارڊ، ڊپلوما ۽ برونز ٽرافي ڏني وئي. جڏهن تہ جنوري 2011ع ۾ هن صدر آصف زرداريءَ هٿان 'هلال امتياز' اوارڊ بہ حاصل ڪيو آهي.

**جيلاني، قربان:** ريڊيو ۽ ٽيليويزن جو مشهور اداڪار قربان جيلاني، 1938ع ڌاري حيدرآباد ۾ ڄائو. سال 1959ع کان هن ريڊيو پاڪستان



حيدرآباد کان پنهنجي فني زندگيءَ جي شروعات ڪئي. ترت پوءِ ريڊيو ڪراچيءَ تي ڊرامن ۾ صداڪاري ڪرڻ لڳو. ريڊيو تي مصطفيٰ قريشي ۽ محمد علي جهڙا وڏا آرٽسٽ سندس همعصر هئا. جيئن ئي پاڪستان ٽيليويزن ڪراچيءَ جي شروعات ٿي تہ قربان جيلانيءَ بہ اردو ۽ سنڌي ڊرامن ۾ ڪم ڪرڻ شروع ڪيو. سندس شمار ٻهرين جوڙ جي اداڪارن ۾ ٿيڻ لڳو. سندس گهرواري عذرا شيرواني بہ ساڻس ڪيترن ئي ارود ڊرامن ۾ گڏ ڪم ڪيو. نامور ڊراما نگارن عبدالقادر جوڻيجي جي ڊرامي 'جوڙي سِي دُنيا' ۾ حسينہ معين جي 'انڪل عرفي' ۾ سندس ڪردار ساراهڻ جوڳا آهن. قربان جيلانيءَ سنڌيءَ کان وڌيڪ اردو ڊرامن ۾ ڪم ڪيو آهي. فلمي دنيا جو بہ معروف اداڪار رهيو آهي. هن 16 فلمن ۾ ڪم ڪيو آهي، جن ۾ 7 سنڌي، 8 اردو ۽ هڪ پنجابي فلم شامل آهن. قربان جيلانيءَ جي خاص ڊرامن ۾ 'هيلو هيلو'، 'انتظار فرمايئي'، 'شمع'، 'رات کي آنکين'، 'ديوارين'، نادان ناديہ'، 'الجهن' وغيره اچي وڃن ٿا، جڏهن تہ سنڌي فلمن ۾ 'چانڊوڪي' (1969ع)، 'جيجل' (1973ع)، 'غيرت جو سوال' (1974ع)، 'البيلي' (1974ع)، 'رت جا رشتا' (1975ع)، 'شهزور' (1976ع)، 'رت جي راند' (1976ع) وغيره شامل آهن.

قربان جيلانيءَ 30 آڪٽوبر 1996ع تي ڪراچيءَ ۾ وفات ڪئي. سندس پٽ عدنان جيلاني پڻ فني دنيا ۾ پنهنجو نالو روشن رکيو آهي.

**جيلاني، ڪامران:** اردو ٻوليءَ جو ناميارو شاعر، اديب، نقاد، دانشور، ڪامران جيلاني، 24 آگسٽ 1926ع تي پونڇ (ڪشمير) ۾ پيدا ٿيو. هو نظم ۽ نثر جو بهترين ليکڪ رهيو آهي. سندس شعري مجموعن ۾: 'استنازي'، نفس ڪف پا'، 'چوٽي بڙي نظمين، اور نظمين'، 'دستانويز اور ڪامران جيلاني ڪي نظمين' شامل آهن. هن جي نثري ڪتابن ۾: 'تنقيد ڪا نيا پسمنظر'، 'نئي نظم ڪي تقاضي'، 'غالب ڪي تنقيدي شخصيت'، 'نظريہ پاڪستان ڪا ادبي اور فڪري مطالعہ'، 'اقبال اور همارا عهد'، 'لاهور ڪي گواهي'، 'قائداعظم اور آزادي ڪي تحريڪ'، 'همارا ادبي و فڪري سفر' ۽ 'ادب ڪي مخفي اشاري' شامل آهن.

حڪومت پاڪستان سندس ادبي ۽ تعليمي خدمتن جي اعتراف ۾ ڪيس تمغہ امتياز ۽ صدارتي تمغہ براءِ حسن ڪارڪردگي ڏنا هئا. هي 22 فيبروري 2003ع تي لاهور ۾ وفات ڪري ويو ۽ ڪيس لاهور ۾ ئي دفن ڪيو ويو.

**جيل جا ڏينهن، جيل جون راتيون (ڪتاب):** نامور قومي اڳواڻ شهيد فاضل راهوءَ جي فرزند ۽ سياستدان، محمد اسماعيل راهوءَ جو هي ڪتاب،




سندس سياسي سفر دوران جيل جي ڪهاڻي آهي. ڪراچي سينٽرل جيل ۾ لکيل هيءَ 'جيل ڊائري'، 18 جون 2001ع کان 31 ڊسمبر 2001ع دوران لکي وئي هئي. اسماعيل راهو، جيل ۾ عام ۽ مسڪين قيدين کي ويجهڙائيءَ سان ڏٺو، ۽ انهن قيدين جي جيڪا تصوير چِٽي آهي، اُها انتهائي ڏکوئيندڙ آهي. اسماعيل راهوءَ هن ڪتاب ۾ جيل جي خاص لفظيات (خاص لفظ ۽ اصطلاح) بہ ڏني آهي، جيڪا سنڌي ٻوليءَ جي نجي لفظيات (Vocabulary) آهي، جهڙوڪ: ماڙي، هنديوال، واڍخانو، ڪوٽ موڪو، ملاقات وغيره.

هن ڊائريءَ ۾ ليکڪ پنهنجي والد شهيد فاضل راهوءَ بابت پنهنجون يادگيريون لکي اهم معلومات بہ فراهم ڪئي آهي. جهڙوڪ: فاضل راهوءَ جو ايم. آر. ڊي (1983ع واري تحريڪ) ۾ ادا ڪيل ڪردار، گرفتاري، ضياء الحق جي دور جي سينسرشپ، صحافين جي تحريڪ جي زور وٺرائڻ ۾ شهيد جو

ڪردار، ضيائي دور جي گهٽ ھوساڻ ۾ راهوڪيءَ وارو عظيم الشان جلسو راهوڪيءَ تي فوج جي چڙهائي ۽ فاضل جي گهر تي ڇاپو، تلاشي وغيره. محمد اسماعيل راهوءَ، هن ڪتاب ۾ پنهنجي پياءُ صديق راهوءَ جي انقلابي سياست، 28 سالن جي ڄمار ۾ دکدائڪ وفات جو تذڪرو بہ ڏنو آهي، ان سان گڏ هن پاڪستان جي سياسي تاريخ، جنرل ايوب، يحيٰ، ضياءَ ۽ پرويز مشرف جي آمراڻہ حڪومتن، امريڪا ۾ ٿيل نائين اليون جي واقعي، افغانستان جي حالتن، دهشتگردي، ڪشمير معاملي ۽ پاڪ هند لاڳاپن بابت بہ سياسي تجزيا ۽ رايا ڏنا آهن. هن پاڻ سان گڏ جيل ۾ بند قومي ڪارڪنن جي جذبي سان گڏ ڪن جي ڏوهي (Criminal) بنجڻ جو تجزيو بہ ڏنو آهي. ڪتاب جو مهاڳ ڪهاڻيڪار شوڪت شوري لکيو آهي. ڊيمي سائيز جي 360 صفحن تي مشتمل، چؤرنگي ٽائيٽل سان هي ڪتاب، سنڌيڪا اڪيڊميءَ 2008ع ۾ ڇاپيو آهي ۽ اُن جي قيمت 200 روپيا آهي.

**جيل جي ڊائري** (ڪتاب): ناليواري اديب ۽ محقق بدر ابڙي جي هيءَ 'جيل ڊائري' ضياءُ الحق جي دؤر ۾، 1980ع کان 1985ع تائين جيل دوران لکيل آهي. هن ڊائريءَ ۾ بدر ابڙي پنهنجي گرفتاريءَ، ڪيسن، لاڪپ ۽ جيل ۾ گهاريل ڏينهن جو تفصيل سان ذڪر ڪيو آهي ۽ انهن اذيت وارن ڏينهن جون يادگيريون ڏنيون آهن. يادگيرين کان سواءِ ڪتاب ۾ هن پنهنجي والد نامور ڪهاڻيڪار جمال ابڙي ۽ ٻين سان جيل جي عرصي دوران ٿيل خط و ڪتابت بہ ڪتاب ۾ ڏني آهي. ان سان گڏ ڪتاب ۾ سندس ڪجهہ نثري ٽڪرا ۽ آزاد نظم بہ شامل آهن، جيڪي هن جيل ۾ ئي لکيا هئا. ڪتاب جو مهاڳ برک شاعر شيخ اياز لکيو آهي، جنهن ۾ هن هڪ هنڌ لکيو آهي تہ: "بدر جي جذبات ۾ تازگي ۽ گرمي ڏسي، مون کي هن جي قوهہ جوانيءَ تي رشڪ ٿو اچي". ڊيمي سائيز ۽ ڪچي جلد واري هن ڪتاب ۾ ڪُل 288 صفحا آهن. هي ڪتاب آگسٽ 1990ع ۾ ابن حسن پرنٽنگ پريس ڪراچيءَ مان ڇپيو ۽ ان جي قيمت 100 رپيا آهي. ڪتاب جي آخري صفحن تي جيل ۾ پيشيءَ دوران بدر ابڙي جون محترمہ بينظير ڀٽو، پنهنجن ٻين ساٿين ۽ رشيتدارن سان گڏ تصويرون ڏنل آهن. هيءَ ڪتاب ماجد پرگڙيءَ جي ڪمپيوٽنگ سسٽم تي ڇپيل پهريون ڪتاب آهي ۽ ان کي اڪادمي ادبيات پاڪستان پاران تخليقي ادب جي بهترين ڪتاب جو اوارڊ ڏنو ويو آهي.




**جي ماريا نہ موت** (ڪتاب): هي ويٽنامي ناول، نامور سنڌي اديب ۽ شاعر تنوير عباسيءَ جو ترجمو ڪيل آهي، جنهن جو پهريون ڇاپو 'سنڌي عوامي ڪتاب گهر' ڇاپيو هو جڏهن تہ اُن جو ٻيو، ٽيون ۽ چوٿون ڇاپو ادبي اڪيڊمي حيدرآباد پاران ڇپجي پڌرا ٿيا. هن ناول ۾ هڪ ويٽنامي جوڙي نگوين وان تروئيءَ جي حياتيءَ جو داستان آهي، جنهن پنهنجي وطن جي پاڪ سرزمين تان قابض آمريڪي سامراج کي لوڏي ڪڍڻ لاءِ پنهنجي جان جو نذرانو پيش ڪيو هو. هن گوريلا طرز تي آمريڪين خلاف جنگ جوٽي هئي. هن ناول جي سنڌي ترجمي تي 'پنهنجي پاران' جنرل ايڊيٽر طور نامور نقاد ۽ دانشور رسول بخش پليجي نوٽ لکيو آهي. هن ڪتاب جي چوٿين ڇاپي جي اشاعت جو سال مارچ 1987ع آهي ۽ ڪرائون سائيز جي 144 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 10 روپيا رکي وئي آهي.




**جيمس آباد**: جيمس آباد ضلعي ميرپورخاص جو هڪ تعلقو ۽ شهر رهيو آهي. ميرپورخاص کان 45 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي واقع هيءُ شهر مشهور انگريز جيمس برنس اوڻيهين صديءَ ۾ جوڙايو 1920ع ۾ هن کي تعلقي جي حيثيت ملي. هن شهر ۾ هڪ ٽائون ڪميٽي پڻ جوڙي وئي آهي. روڊ رستي هيءُ شهر ميرپورخاص سان ڳنڍيل آهي. هن وقت جيمس آباد کي سنڌ جي محب وطن سياستدان، غلام محمد پرگڙيءَ جي نالي 'ڪوٽ غلام محمد پرگڙي' سان سڏيو وڃي ٿو شهر جي پرسان ملڪ جو مشهور خانگي فروٽ فارم 'ڪاڇيلو فارم' پڻ موجود آهي (وڌيڪ ڏسندا: ڪوٽ غلام محمد).

**جيمس آئوٽرام**: جيمس آئوٽرام، 29 جنوري 1803ع ۾ ٻٽرلي هال، ڊربي شائر انگلنڊ ۾ ڄائو سندس پيءُ بينجمن آئوٽرام هڪ سول انجنيئر هو سندس وفات کان پوءِ جيمس آئوٽرام جي ماءُ ٻارڙا وٺي 'ابردين' (Aberden) ۾ رهائش اختيار ڪئي، جتي جيمس آئوٽرام، ميرشيئيل ڪاليج (Merisehal College) ۾ تعليم حاصل ڪئي. جيمس آئوٽرام سورهن سالن جي ڄمار ۾ انڊين آرميءَ ۾ ڪيڊٽ طور ڀرتي ٿي هندستان پهتو ۽ 15 آگسٽ 1818ع ۾ بمبئي پهچي پونا ريجمينٽ ۾ شامل ٿيو 1820ع ۾ بمبئي ريجمينٽ ۾ ڪمانڊنگ آفيسر جي نائب طور ليفٽيننٽ مقرر ٿيو. 17 آڪٽوبر 1822ع تي ڪئپٽن طور مقرر ٿيو. ڪجهہ سالن لاءِ خانديش ۾ فوجي دستي ۾ شامل ٿي خدمتون سرانجام ڏنائين. 1835ع کان 1838ع تائين وڳوڙي قبائلي سردارن کي ضابطي ۾ رکيائين ۽ 'ماهيڪانتا' ۾ پوليٽيڪل ايجنٽ مقرر ٿيو. 1838ع ۾ سر جان لارڊ ڪين (Keane) جي اسٽاف ۾ شامل ٿيو، جتي بمبئي آرميءَ جي قنڌار ۽ غزنيءَ کان ڪابل تائين فوج جي ڪمانڊنگ ڪيائين.



آڪٽوبر 1838ع ڌاري برطانوي فوج کي سنڌوءَ جي ساڄي ڪپ تي ڪنٽرول سنڀالڻ جو حڪم مليو. فوجي دستن جي سپهہ سالاري سرجان ڪين (Keane) جي حوالي ٿي تہ نوجوان مهم جو آئوٽرام، جنرل جي A. D. C جي حيثيت ۾ سنڌ لاءِ روانو ٿيو سمنڊ رستي سفر ڪري 27 نومبر 1838ع تي حجامڙي لڳ سنڌوءَ جي مُهڙ وٽ پهتو جتان آئوٽرام کي ٻيڙين ۽ اٺن جي بندوبست لاءِ ڪڇ روانو ڪيو ويو. بندوبست ڪرڻ بعد 28 ڊسمبر 1838ع تي فوجي دستا سنڌ جي تاريخي شهر ٺٽي پهتا. ان وقت سنڌ ۾ انگريزن جا سفارتڪار، ڪرنل پاٽينجر ۽ سندس اسسٽنٽ، ليفٽيننٽ ايسٽ وِڪ مقرر ٿيل هئا. آئوٽرام، ايسٽ وِڪ کي ساڻ ڪري ميرن سان پهرين ملاقات ۽

عهدنامي لاءِ پهتو. ان عهدنامي جي پليان انگريزن جي اها نيت شامل هئي ته انگريزي فوج کي خشڪيءَ رستي اتر ۽ اوپر طرف پنجاب، بلوچستان ۽ افغانستان ڏانهن آزاديءَ سان چرپر جي اجازت حاصل ٿئي. ميرن جي دربار حيدرآباد ۾ آئوٽرام جي پهرين آمد ڪي خاص نتيجا نه ڏنا. نتيجي ۾ مايوس ٿي آئوٽرام پنهنجي فوجي سربراهه جنرل ڪِين سان ’جهرڪن واري ڪئمپ‘ ۾ وڃي مليو. ان کان پوءِ کيس افغانستان جي مهم حوالي ڪئي وئي. هن ڪابل کان هندوڪشن جبل تائين افغانستان جي امير دوست محمد جو پيڇو ڪيو ۽ فوجي چڙهائيءَ دوران ڏکڻ افغانستان قبضي ۾ آڻي، ان کي برطانوي سلطنت جو مستقل حصو بڻايو. اتي شاندار خدمتن سرانجام ڏيڻ تي کيس 13 نومبر 1839ع تي ترقي ڏئي ميجر مقرر ڪيو ويو. 1839ع جي آخر ۾ کيس سنڌ جي حيدرآباد شهر ۾ پوليٽيڪل ايجنٽ مقرر ڪيو ويو. 24 فيبروري 1840ع تي جنرل پاٽينجر کان ڏکڻ سنڌ جي پوليٽيڪل ايجنٽ جي چارج ورتائين. ميرن سان سفارتي ڳالهيون هلائي، انگريز ڪئمپن ۾ سامان جي رسد ۽ آمدرفت تي لڳندڙ محصول جي شرح گهٽ ڪرايائين. ڊسمبر 1840ع ڌاري گدوبندر جي پاسي ۾ هڪ ننڍڙو گهر ٺهرايائين. اهڙي طرح حيدرآباد ۾ انگريزن جو اهو پهريون قبضو هو.

1841ع ۾ ميرپورخاص جي ٽالپر حڪمرانن سان سفارتي ڳالهيون هلايائين. ساڳي ئي سال (1841ع) ۾ اتر سنڌ جو پوليٽيڪل ايجنٽ ٿيو. هن نه رڳو اتر سنڌ، پر قلات تائين پنهنجو اثر وڌايو. قلات جي والي نصير خان بروهيءَ کي قلات جون واڳون مڪمل سونپي سهولت حاصل ڪيائين. سنڌ جي ٽالپر حڪمرانن سان معاهدا ڪري، انگريزي فوجن لاءِ سکر، شڪارپور ۽ ڪوئيٽا ۾ ڇانوڻيون قائم ڪرايائين ۽ اُتان جي سردارن سان دوستيءَ جا ناتا قائم ڪيائين. ساڳي طرح ميرن سان دوستيءَ کي پختو ڪيائين.

2 نومبر 1841ع کان آئوٽرام لاءِ تڪليفن جو دؤر شروع ٿيو. اليگزينڊر برنس ڪابل ۾ قتل ٿيو. فيبروري 1842ع ۾ انگريز فوج جا 4500 يورپي ۽ ڏيهي سپاهي ۽ 1100 ڪيمپ خدمتگار ڪابل ۾ قتل ٿي ويا؛ خدمتگارن مان بچيل 120 مرد، زالون ۽ ٻار افغان سپهه سالار محمد اڪبر خان جا قيدي ٿيا ۽ اتي انگريزن کي زبردست شڪست جو منهن ڏسڻو پيو ۽ ان ئي مهيني ۾ لارڊ آڪليند اقتدار ڇڏيو. تنهن کان پوءِ لارڊ ايلنبرو جي ذلت آميز شڪست جو ذميوار آئوٽرام جي اسسٽنٽ ڪئپٽن هئمزليءَ کي بنايو ويو. آئوٽرام نئين گورنر جنرل کي سمجهائڻ جي وڏي ڪوشش ڪئي، مگر سندس اسسٽنٽ بچي نه سگهيو من گهڙت الزامن ۾ پهريان نوڪري ويس ۽ نيٺ انهيءَ صدمي ڪري زندگي به وڃائي ويٺو جنهنڪري آئوٽرام جي گورنر جنرل سان سخت اَڻبڻت ٿي پئي، نتيجي ۾ آئوٽرام گورنر جنرل جي سخت ڏمر جو شڪار ٿيو. آگسٽ 1842ع ۾ چارلس نيپئر کي سنڌ ۽ بلوچستان جي انگريز فوجن جو سپهه سالار ڪري موڪليو ويو ياد رهي ته سنڌ کي برطانوي سلطنت سان ملائڻ جي ڊِس ۾ آئوٽرام جا خيال پنهنجن آفيسرن چارلس نيپيئر ۽ لارڊ ايلنبرو کان مختلف هئا. هو وڏي عرصي کان هلندڙ ان تنازئي کي ٻيءَ طرح حل ڪرڻ جو حامي هو هن ميرن جي مقصدن جي وڪالت انگلنڊ توڙي هند ۾ پرزور نموني ڪئي. سگهو ئي نومبر 1842ع ۾ آئوٽرام کي سنڌ مان خارج ڪري موڪل تي اماڻيو ويو. اهڙيءَ طرح 4 نومبر 1842ع تي سکر ۾ چارلس نيپئر طرفان سندس مان ۾ الوداعي پارٽي ڪئي ويئي، جنهن ۾ ٻنهي طرفن کان شاندار تقريرون ڪيون ويون. ان پارٽيءَ ۾ نيپئر طرفان کيس ’بيارڊ آف انڊيا‘ جو لقب مليو بهرحال جيئن ئي آئوٽرام ٽپڙ ويڙهي وطن رواني ٿيڻ لاءِ ممبئيءَ پهتو ته کيس ٻيهر سنڌ موٽڻ جو حڪم مليو ۽ 3 جنوري 1843ع تي سکر ۾ پنهنجي چيف چارلس نيپئر سان اچي گڏيو جنرل نيپئر طرفان ميرن سان ناقابل برداشت زيادتين جو سلسلو شروع ٿي چڪو هو خيرپور جي بزرگ حڪمران مير رستم ٽالپر تي سندس ننڍي ڀاءُ مير علي مراد کي ترجيح ڏيندي مير رستم ٽالپر کي خيرپور ڇڏڻ تي مجبور ڪيو ويو هو اهل عيال ساڻ ڪري ڪراڙپ ۾ ريگستاني قلعي امام ڳڙهه وڃي نڪتو. اهڙيون ڏاڍايون آئوٽرام کي نه وڻيون ۽ هو جنرل نيپئر کان خفا رهڻ لڳو پر نيپئر کي بهرحال سنڌ تي قبضو ڪرڻو هو. تنهنڪري مير رستم جو پيڇو ڪرڻ کان نه مڙيو 6 جنوري 1843ع تي لشڪر وٺي ڪوٽڏيجيءَ کان امام ڳڙهه جي قلعي ڏانهن روانو ٿيو. جنهن جي مير رستم ٽالپر کي خبر پئجي وئي ۽ مير رستم قلعو ڇڏي حيدرآباد جي ميرن وٽ اچي پناهه لاءِ پهتو. چارلس نيپئر 16 جنوريءَ تي امام ڳڙهه جي قلعي کي تباهه ڪري، حيدرآباد تي چڙهائي ڪئي ۽ آئوٽرام کي حڪم ڪيائين ته ڏکڻ ۽ اتر وارن ميرن يا سندن سفيرن کي خيرپور گهرائي، ڪانئن نئين ناهه تي صحيحون ڪرائي، پر مقرر وقت تي ميرن مان ڪا به پهر نه پهتي، ته آئوٽرام جي گذارش تي کيس حيدرآباد روانو ڪيو ويو. آئوٽرام 8 فيبروري 1843ع تي اچي گدو بندر حيدرآباد واري ريزيڊنسيءَ ۾ پهتو ۽ ڳالهيون ڪري 12 فيبروري 1843ع تي ميرن کان سنڌ جي حڪمرانيءَ وارا حصا انگريزن حوالي ڪرڻ واري ذلت آميز ناهه تي صحيحون ورتائين. اهڙيءَ خطرناڪ صورتحال ۾ آئوٽرام نه پئي چاهيو ته ميرن سان ڪنهن به قسم جي جنگ واري صورتحال پيدا ٿئي. اهڙيءَ طرح ميرن به سندس دوستيءَ جي لڄ رکي، پر بلوچ ۽ سنڌي سپاهه ۽ ننڍا مير بگڙجي پيا. عهد نامي تي صحيحون ڪرائي، دستاويز کڻي آئوٽرام جيئن ئي حيدرآباد جي قلعي مان ٻاهر نڪتو ته مچريل ماڻهن کيس گهٽ وڌ ڳالهائي سندس وڏي بيعزتي ڪئي. حڪمرانن ته سنڌ انگريزن کي لکي ڏني هئي، پر سنڌ جي بهادر عوام اهڙي عهدنامي کي رد ڪندي 15 فيبروري 1843ع تي اٽڪل اٺ هزار سنڌي ماڻهن آئوٽرام ريزيڊنسيءَ تي حملو ڪري ڏنو آئوٽرام ۽ سندس سپاهين بلوچن سان مقابلو ته ڪيو، پر آگبوٽن تي چڙهي، پنهنجي جان بچائي.

چارلس نيپئر جيڪو اڳيئي منزلون ماري اچي مٽيارين ويجهو ڪئمپ هڻي ويٺو هو. تنهن سان آئوٽرام 16 فيبروريءَ 1843ع تي سائين سميت اچي مليو نيپئر ميرن جي هڏ ڏوکي ۽ دوست آئوٽرام جي سالاريءَ هيٺ 200 سپاهين جو دستو ڦليليءَ لڳ ميرن جي شڪار گاهه کي باهيون ڏيڻ لاءِ موڪليو شڪار گاهه کي باهه لڳي، جڏهن جنگ جو طبل وڄي ويو. مير ويهه هزار جان باز سپاهي ۽ ڪجهه توپون ساڻ ڪري جنگ جي ميدان تي لهي پيا. ٻئي طرف چارلس نيپئر جي ڪمانڊ ۾ 2700 سپاهين کي ميدان جنگ ۾ لاٿو ويو رڻ گجيو راڙو ٿيو 17 فيبروريءَ 1843ع تي سخت مقابلو ٿيو. انگريزن جي چالبازين سبب سنڌي فوج شڪست کاڌي ۽ 18 فيبروري 1843ع

تي چارلس نيپئر سنڌ تي قبضي جو جشن ملهائي، حيدرآباد ۾ مارچ ڪري، گورنر ٿي، سنڌ جو حڪمران بڻجي ويو ۽ سنڌ جي ڏکويل وادي هڪ طويل غلاميءَ جي ور چڙهي وئي. 17 فيبروريءَ 1843ع تي جنگ هارائڻ کان پوءِ حڪمران قيدي ٿيا ته آئوٽرام جي سفارش تي شهزادي حسين علي کي قيد ۽ جلاوطنيءَ کان آزادي ملي. سنڌ جي فتح کان پوءِ ليفٽيننٽ ڪرنل ۽ ڪي. سي. بي (K.C.B) جو عهدو حاصل ڪيائين. سنڌ تي قبضي کان پوءِ ڇهن مهينن اندر هندستان ڇڏي انگلنڊ روانو ٿي ويو. ساڳئي سال نومبر 1843ع ۾ جڏهن پنجاب جي حڪمران 'شير سنگهه' کي سندس ئي وزير 'ڌيان سنگهه' قتل ڪيو ۽ سِک راج ۾ گڙٻڙ پيدا ٿي ته آئوٽرام موڪل اڌ ۾ ڇڏي هندستان واپس هليو ويو ته پويان لارڊ ايلنبرو کيس 'نيمار' پرڳڻي جو پوليٽيڪل ايجنٽ مقرر ڪيو. 1844ع ۾ مرهٽا جنگ شروع ٿي ته آئوٽرام کي جنگي خدمتن لاءِ مقرر ڪيو ويو. جتي هن بهترين خدمتون سرانجام ڏنيون. اهڙيءَ طرح 1845ع ۾ ستارا رياست جو ريزيڊنٽ مقرر ٿيو ۽ 1847ع ۾ ٻڙودا جو ريزيڊنٽ آفيسر بڻيو. جتي هن ڪرپشن جا ڪيترا اسڪينڊل پڌرا ڪيا. بمبئيءَ جي حڪومت کيس لاهي ڇڏيو، پر لارڊ ڊل هوزيءَ کيس بيهر عهدي تي بحال ڪيو. 7 جون 1854ع تي 'ادن' جو پوليٽيڪل ايجنٽ مقرر ٿيو. جتي آڪٽوبر 1854ع تائين رهڻ کان پوءِ کيس 'اَوَد' جو ريزيڊنٽ مقرر ڪيو ويو. ساڳئي سال 5 ڊسمبر 1854ع تي جيئن ئي آئوٽرام، لکنوءَ جو ريزيڊنٽ مقرر ٿيو ته سندس مشوري تي اوَد کي برطانوي شهنشاهيت ۾ ملايو ويو. برطانوي سرڪار فيبروري 1856ع ۾ اوَد کي صوبي جو درجو ڏيئي آئوٽرام کي ان صوبي جو چيف ڪمشنر مقرر ڪيو. ساڳئي سال ڊسمبر ۾ کيس ايران لاءِ فوجي ڪمانڊر مقرر ڪيو ويو، جتي هن ايران جي شهنشاهه سان ڪامياب معاهدا ڪيا.

جون 1857ع ڌاري هندستان واپس موٽيو. جتي اڳيئي آزاديءَ جي جنگ ڇڙي چڪي هئي. اهڙيءَ ڏکي صورتحال ۾ کيس بنگال جو آرمي ڪمانڊر مقرر ڪيو ويو. جنگ جي پُڄاڻيءَ تي کيس J.C.B جي عهدي تي نوازيو ويو. سيپٽمبر 1857ع ۾ سر هينري هيولاڪ (Sir Henry Havelock) جي ڪمانَ هيٺ هن جنگ ۾ ڀرپور ڪردار ادا ڪيو. هن لکنوءَ جي هڪ لک ويهه هزار باغين کي مُنهن ڏنو. مارچ 1858ع ۾ لکنوءَ جي گهيري وقت آئوٽرام وڏي بهادريءَ سان باغين کي شڪست ڏني ۽ ريزيڊنسيءَ ۾ موجود هو. اپريل 1858ع ۾ کيس سپريم ڪائونسل جو ملٽري ميمبر مقرر ڪيو ويو، اهڙيءَ طرح 1860ع تائين اهي ذميواريون نڀائي واپس لنڊن ويو.

1861ع ۾ K.C.S.I ۽ D.C.L مقرر ڪيو ويو جيمس آئوٽرام 11 مارچ 1863ع تي لنڊن ۾ وفات ڪئي. کيس ويسٽ منسٽر ايبي ۾ دفن ڪيو ويو. آئوٽرام جي ياد ۾ لنڊن ۽ ڪلڪتي ۾ سندس مجسما پڻ رکيل آهن.

**جيمس ينگ سمپسن:** دنيا جي مشهور ڊاڪٽر سر جيمس ينگ سمپسن، 7 جون 1811ع تي اسڪاٽ لينڊ جي ننڍي ڳوٺ ۾ جنم ورتو. هن عملي زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو آپريشن کان اڳ بيهوش ڪرڻ لاءِ ڪلوروفارم استعمال ڪرڻ جو ڪامياب تجربو ڪري، انسان ذات کي درد کان ڇوٽڪارو ڏيارڻ جو ڪارنامو سرانجام ڏنو آهي ۽ عورتن جي بيمارين جا علاج ڳولي لڌا آهن.



هن جو ٻاروتڻ سادگيءَ سان گذريو سندس خاندان ۽ آس پاس جا ماڻهو بيمارين کان ڇوٽڪاري حاصل ڪرڻ لاءِ وهمن جي ور چڙهي جانورن جي قرباني ڪندا هئا. هو عام طرح جانورن ۾ وبائي بيماريون پکڙجڻ جي صورت ۾ جيئريون ڳئون پوري ڇڏيندا هئا. علم نه هئڻ ۾ ڪمزور عقيدي موجب اهو رواج عام هو. انهن ڳالهين جو مٿس ڳوڙهو اثر پيو ۽ هن ۾ حقيقت کي پروڙڻ جا گڻ پيدا ٿيا. هيءَ اسڪول اندر هوشيار ٻار ليکبو هو. سندس والدين مالي طور ڪمزور هئا. ان ڪري هيءَ اسڪول کان واپسيءَ تي پنهنجي والد سان ڪم ۾ هٿ ونڊائيندو هو. چوڏهن سالن جي ڄمار ۾ کيس 'ايڊنبرا يونيورسٽي' ۾ پڙهڻ ڇڏيو ويو. جتي هن ڊاڪٽريءَ جي تعليم ورتي ۽ 21 سالن جي عمر ۾ ڊاڪٽريءَ جي ڊگري حاصل ڪيائين. سندس اعليٰ قابليت ۽ تحقيق ۾ دلچسپيءَ ڏسي يونيورسٽيءَ ۾ کيس نوڪري ملي وئي ۽ هيءَ پنهنجي استاد ٿامسن جو نائب مقرر ٿيو. 1839ع تي هيءَ 'ايڊنبرا يونيورسٽيءَ' ۾ پروفيسر جي اعليٰ عهدي تي فائز ٿيو. ان وقت ماڻهن اندر مذهبي وسوسا سائنسي علاج جي رستي ۾ وڏي رڪاوٽ هئا، پر هن ڪنهن ڳالهه جي پرواهه ڪرڻ بنا انساني ڀلائيءَ جو ڪم جاري رکيو ۽ تجربا ڪندو رهندو هو. هن خاص طور آپريشن کان اڳ مريض کي بيهوش ڪرڻ لاءِ دوا جي تلاش ڪئي ۽ سمورو ڏينهن تجربيگاهه ۾ ڪم ڪندو رهيو ۽ هر شام جو مخصوص ڊاڪٽر دوستن کي گهرائي ساڻن ان موضوع تي بحث مباحثو ڪندو هو. نيٺ هن 'ڪلورو فارم' ۾ ماڻهوءَ کي بيهوش ڪري سگهڻ وارو جزو ڳولي لڌو ۽ پوءِ هن ان کي آپريشن کان اڳ مريض کي بيهوش ڪرڻ لاءِ استعمال ڪرڻ شروع ڪيو. اهڙي ڪارنامي تي انگلينڊ ۾ کيس عزت جي نگاهه ڏٺو ويو. 1847ع ۾ راڻي وڪٽوريا کيس پنهنجو ذاتي ڊاڪٽر مقرر ڪيو. راڻي وڪٽوريا جي ويم وقت به هن ڪلوروفارم استعمال ڪيو. ساڳئي سال 'پئرس اڪيڊمي آف ميڊيسن' پاران کيس خطاب ڏنو ويو. 1856ع ۾ فرانس جي 'سائنس اڪيڊميءَ' کيس ٻه هزار فرانڪ انعام ڏنو.

هن رڳن کي ملائڻ جو نئون طريقو به ڳولي لڌو. 1866ع ۾ کيس اعليٰ خدمتن جي موٽ ۾ شهر جو 'امير بيرن' بنايو ويو. هيءَ اسڪاٽ لينڊ جو پهريون پروفيسر ڊاڪٽر هو.

هن جي حياتيءَ ۾ سندس پٽ ۽ ڌيءَ وفات ڪري ويا، جنهن ڏک جي گهري ڪيفيت مٿس مرڻ گهڙيءَ تائين طاري رهي. ان کان پوءِ هيءَ ناچاڪ رهڻ لڳو ۽ نيٺ 6 مئي 1870ع تي وفات ڪري ويو.

**جين:** سائنس هر جاندار ۾ اها خاصيت ڏني آهي ته اهي پاڻ جهڙي ذات پيدا ڪري سگهي ٿو هر جاندار سان هڪجهڙائي رکندڙ ٻيو جاندار پيدا ٿي سگهي ٿو ڪڏهن ڪڏهن ان لاءِ ٻن جاندارن جي ضرورت هوندي آهي. ذات جي نقل لاءِ جاندار جي جسم ۾ اصول مقرر آهن. 'جين' جي ذريعي اهي اصول سرگرم ٿي ٻچا پيدا ڪندا آهن ۽ اولاد ۾ به اهو مقرر اصول وجود ۾ اچي ويندو آهي. اهڙيءَ طرح دنيا جو سلسلو اڳتي وڌندو رهندو آهي. 'جين'

۾ ڊي. اين. اي (Deoxyribos Nucleic Acid) نالي ماليڪيول هوندا آهن. ڊي. اين اي ماليڪيول تمام وڏو ٿيندو آهي ۽ ان جون ڪافي پيچيده خاصيتون هونديون آهن. اهو ٻين ايٽمن جي پيٽ ۾ وڌيڪ منظم ۽ طاقتور ٿيندو آهي. ان ۾ اولاد پيدا ڪرڻ ۽ ان جي بيهڪ جا سمورا اصول رکيل هوندا آهن.

ڊي. اين. اي ماليڪيول ڪاربان جي ڪمپائونڊز مان ٺهيل هوندو آهي. ڪاربان ان سلسلي ۾ تمام اهم ڪردار ادا ڪري ٿو. ان مان جيتوڻيڪ روح يا زندگي کي حقيقي طور نه سمجهيو ويو آهي پر اها ڳالهه واضح ٿي وئي آهي ته پيدائش جا اصول ئي (ٻين اصولن سميت) جاندار جي بنيادي خاصيت آهن.زندگي جي بنياد ۾ جيڪو خاص مادو آهي، اهو اصل ۾ ڪاربان ئي آهي. جيئن مقناطيسي خاصيت 26 کان 28 اليڪٽران وارن عنصرن ۾ ئي ملندي آهي ۽ ريڊيو ايڪٽوٽي جي خاصيت 6 اليڪٽران واري ڪاربان سان تعلق رکي ٿي. بورون ۾ ڪاربان کان صرف هڪ ئي اليڪٽران وڌيڪ هوندو آهي ۽ نائٽروجن ۾ ڪاربان جي پيٽ ۾ صرف هڪ اليڪٽران گهٽ هوندو آهي، پر انهن عنصرن جو زندگي سان تعلق نظر نه ٿو اچي.

ڇا اها اهم ڳالهه نه آهي ته صرف اليڪٽران جي فرق سان زندگيءَ جي ارتقا خطري ۾ پئجي سگهي ٿي.

**جينت ريلواڻي**: نامور ڪهاڻيڪار، اخبار نويس، مترجم ۽ تاريخدان، جينت ريلواڻيءَ، 3 سيپٽمبر 1936ع تي لاڙڪاڻي ۾ جيوترام ريلواڻيءَ جي گهر ۾ جنم ورتو. 12- 13 سالن جي ڄمار ۾ ورهاڱي بعد ڀارت جي گجرات صوبي ۾ مائٽن سان گڏ مستقل رهائش اختيار ڪيائين. جتي هن اسڪولي ۽ ڪاليجي تعليم انٽر ڪامرس تائين پوري ڪري ريلوي ۾ ملازمت ڪئي، جتان ئي اڳتي هلي ريٽائرمينٽ ورتائين.



جينت ريلواڻيءَ، لکڻ جي شروعات گجراتيءَ ۾ ڪئي ۽ هڪ ئي وقت سنڌي، گجراتي ۽ انگريزي زبانن جو ماهر هو. هن سنڌيءَ مان گجراتي ۽ گجراتيءَ مان سنڌي ادب ۾ وڏي تعداد ۾ ترجمو ڪري، ٻنهي ٻولين کي هڪ ٻئي جي ويجهو آڻڻ لاءِ وڏيون ڪوششون ڪيون. هن جا گجراتي زبان ۾ ادب، تاريخ ۽ تهذيب تي مستقل ڪالم ڇپجندا رهيا آهن. جينت ريلواڻي 'سنڌو ڀارتي' مخزن جو ايڊيٽر به رهي چڪو آهي. هن هڪ ئي وقت تحقيق، ترجمي، ڪالم نگاريءَ، ڪهاڻي، ناول، صحافت ۽ مضمون جي ميدان ۾ قلم ڪنيو. گجرات جي سنڌي، هندي ۽ گجراتي ساهتيه اڪيڊمين سان هڪ ئي وقت لاڳاپيل رهيو. ڪيس انهن اڪيڊمين ۽ سنڌي اڪيڊمي دهليءَ پاران ڪيترا اوارڊ به مليا.

جينت ريلواڻيءَ سنڌي، هندي ۽ گجراتيءَ ۾ ستر کن ڪتاب لکيا ۽ ڇپايا آهن. جن مان 46 گجراتيءَ ۾، 20 سنڌيءَ ۾ ۽ 7 هنديءَ ۾ آهن. سندس ڪتابن مان ڪجهه اهم ڪتابن جو تفصيل هن ريت آهي:

(1) آليون پلڪون، اداس نيڻ (ڪهاڻيون: 1965ع)، (2) پنڌن جا پيچرا (ڪهاڻيون: 1969ع)، (3) سفيد سفيد اونداهي (ناول: 1970ع)، (4) صليب تي لٽڪيل سنڌي ساهتڪار، (5) خلل (ڪهاڻيون)، (6) ڪرنگهي لاءِ ڪئلشم (مني ڪهاڻيون)، (7) ڪڇ ۽ سنڌ جا قديم ناتا (تحقيق)، (8) گل گرنار جا، (9) ڪوڙ پوپل مالها، (10) ڪئياس پنيور ۾ (مضمون)، (11) سمنڊ جي هن پار جو پيار، (12) سوراج جي آتما، (13) آزاديءَ جو امرت (ڳوٺاڻي ترقي)، (13) اڪيلو آڪاس، (14) بدنام شخص، (15) ميارون (ترجمو)، (16) سوراشٽر جا ساهتڪار (ترتيب)، (17) اشوٿامي پيڙا (شاعري: گجراتي)، (18) مولانا لالجي پائي (سوانح: گجراتي)، (19) سنڌي ٻال ڪٿائو (گجراتيءَ ۾ سنڌي ٻاراڻين ڪهاڻين جو ترجمو)، (20) سنڌي ساهتيه (گجراتي)، (21) سفيد انڌارا (گجراتيءَ ۾ ترجمو ڪيل سنڌي ڪهاڻيون)، (22) سنڌ، ڪڇ، ڪاٺياواڙ جا سيپتڪ ناتا وغيره.

جينت ريلواڻيءَ جو آخري ڪتاب سندس سالن جي تحقيق تي مشتمل آهي، جنهن ۾ هن پراڻن آثارن ۽ اهڃاڻن مان هٿ آيل شين جي بنيادن تي سنڌ جي تاريخ ۽ تهذيب تي تفصيلي مواد ڏنو آهي. سندس هيءُ ڪتاب 1998ع ۾ تيار ٿي گجرات سنڌي ساهتيه اڪيڊميءَ کي پيش ڪيو ويو هو. جنهن جو محدود حصو سنڌي ٽائيمس الهاس نگر پاران 2003ع ۾ 'ڪڇ ۽ سنڌ جا قديم ناتا' عنوان سان ڇپيو هو ۽ ان جو هنديءَ ۾ به ترجمو ٿي چڪو آهي.

جينت ريلواڻيءَ 55 سالن تائين ادبي ميدان ۾ پاڻ موڪيو. هن گجراتيءَ ۾ لکڻ جي ابتدا ان ڪري ڪئي، جو شروع ۾ گجراتين جي ڏکوئيندڙ سوال ته: 'توهان جو ادب، تاريخ ۽ تهذيب ڪهڙي آهي؟' هن جي ذهن کي وڏو جهٽڪو ڏنو ۽ پوءِ هن چونڊ سنڌي ادب کي گجراتيءَ ۾ ترجمو ڪرڻ پنهنجو مقصد بڻائي ڇڏيو. ائين هن نه رڳو طبعزاد سنڌيءَ ۾ لکيو، پر گجراتيءَ ۽ هنديءَ ۾ سنڌي ادب کي متعارف ڪرائڻ لاءِ درجنين ڪتاب لکي ورتا.

هن 1983ع ۾ سڀ کان پهرين دهليءَ ۾ ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻيءَ تي ٿيل قومي سيمينار ۾، شاهه لطيف جي حوالي سان سوال اٿاريو هو ته شاهه جا ڪردار ۽ حوالا ڪڇ سان لاڳاپيل هجڻ جي باوجود اسان صرف فارسي ماخذن تي ڇو ٿا ڀاڙيون ۽ اسان جو ڪڇي ۽ گجراتي ادب طرف ڌيان ڇو نه ويو آهي. ائين هن ڪڇي ۽ گجراتيءَ ادب، توڙي ڪڇ ۽ گجرات جي سنڌي لوڪ ادب جي مطالعي ۽ کوجنا ذريعي سنڌ جي تاريخ جا نوان گوشا متعارف ڪرايا ۽ 'سنڌ، ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ جا سيپتڪ ناتا' (2008ع) جهڙو تاريخي دستاويز لکي، تاريخي ڪارنامو سرانجام ڏنو. هن ڪتاب جي هند ۽ سنڌ جي عالمن وڏي آجيان ڪئي آهي.

سنڌ، سنڌي ٻولي، ادب ۽ تهذيب جي هن وڏي سڄڻ، 29 نومبر 2010ع تي لاڏاڻو ڪيو.

**جين جيڪس روسو** (Jean Jacques Rousseau): مشهور فلاسافر ۽ 'فرانس جي انقلابي ابي' جي خطاب سان نوازيل، جين جيڪس روسو جو جنم، 28 جون 1712ع ڌاري سوئٽزرلينڊ جي هڪ آزاد ۽ خودمختيار شهر جنيوا (Geneva) ۾ ٿيو. سندس ابا ڏاڏا اصل فرانس جا ويٺل، عيسائي مذهب جي پروٽيسٽنٽ فرقي جا هئا، ۽ پنهنجي اعتقادن سبب ئي فرانس مان ترڪي جنيوا شهر ۾



هجرت ڪري اچي ويئا. جين جيڪس روسو جي والد جو نالو آئزڪ روسو ۽ ماءُ جو نالو سوزن برنارڊ هو. سندس پيءُ جو موروثي ڌنڌو گهڙي سازيءَ جو هو ۽ سندس ماءُ هڪ وزير جي ڌيءَ هئي. پنهنجي والدين جي ننڍپڻ جي باهمي سڪ ۽ پيار جو داستان ۽ عشق و محبت جي شاديءَ جو احوال روسو پنهنجي ڪتاب ’اعتراف نامي‘ (Confessions) جي اوائلي صفحن ۾ نهايت دل آويز نموني ۾ بيان ڪيو آهي. هن ڄاڻايو آهي ته سندس ماءُ کيس جنم ڏئي جڏهن اوچتو وفات ڪري وئي، تڏهن باقي سموري عمر سندس پيءُ انهيءَ ناگهاني فراق جي صدمي جو ذميوار کيس (جين جيڪس روسو کي) سمجهندو هو. روسو اڃا ڏهن سالن جو هو ته سندس والد کي به ابن ڏاڏن وانگر ملڪ نيڪالي ڏني وئي، خود روسو کي به 16 سالن جي عمر ۾ 1728ع ڌاري جنيوا ڇڏڻي پئي.

روسو جو دلي لاڙو اُستاد ٿيڻ طرف هو. 1735ع ۾ جڏهن 23 سالن جو هو ته پيءُ کي خط لکي اهڙو اظهار ڪيائين. 1740ع کان 1741ع تائين ليان (Lyon) شهر ۾ ۽ ان بعد 1743ع ۾ پئرس ۾ اُستاد ٿيو پر ان تجربي مان کيس ڪا نمايان ڪاميابي حاصل نه ٿي. ان هوندي به هن 1740ع ۾ پنهنجا تعليمي خيال هڪ تجويز جي صورت ۾ قلمبند ڪيا، جن ۾ سندس ڪتاب ’ايميليءَ‘ ۾ 20 سال پوءِ هن جيڪي تعليمي اصول 50 ورهين جي جمار ۾ ويهي بيان ڪيا، تن جي صاف جهلڪ نظر اچي ٿي.

1749ع جي اونهاري جي موسم ۾ هن جي زندگيءَ ۾ هڪ غير معمولي واقعو پيش آيو جنهن سندس زندگيءَ جي ڪايا پلٽي ڇڏي.

روسو هڪ دوست ڊڊرٽ (Didort) سان ملاقات لاءِ گهران پنڌ نڪتو. جيڪو لاڪ اپ ۾ بند هو. واٽ تي هڪ رسالي جا ورق ورائيندي هن جي نظر ’ڊجون جي درسگاهه‘ (Academy of Dijon) طرفان ڇپيل هڪ اشتهار تي پئي، جنهن ۾ هيٺئين موضوع تي بهترين مضمون لکڻ واري کي انعام جي آڇ ڪئي وئي هئي:

"Whether or not the Arts and Sciences were beneficial to human society or not?"

[ڇا علم ۽ فن انساني سماج لاءِ فائديمند آهن؟]

هن آڇ، روسو جي ذهن ۾ بجليءَ وارا چمڪاٽ پيدا ڪري وڌا ۽ هن مضمون لکي، پاڻ کي هڪ نئين دنيا ۾ محسوس ڪيو. ان مضمون تي کيس انعام ته مليو پر هن تي حقيقي علم جي بحر جا ڇڻ ته دروازا کلي پيا. ان واقعي کان پوءِ لڳاتار 15 سال روسو، پنهنجي قلم سان پنهنجي همعصر دور جي ذهن ۽ خيال کي ايڏو ته لوڏيو ڌانو ۽ ناهيو جو ان کان پوءِ اهو دور وري ساڳيو دور نه رهيو. سياسيات، اخلاقيات، تعليم، نفسيات ۽ ادب جو نئون دور، پهريائين يورپ ۾، ۽ يورپ کان پوءِ هڪدم ساريءَ دنيا ۾ پکڙجڻ شروع ٿيو.

هن کي ’ٿريسي‘ نالي هڪ ڇوڪريءَ سان عشق ٿيو جنهن مان هن کي پنج ناجائز ٻار ڄاوا. هن انهن پنجن ئي ٻارن کي يتيم خاني ۾ داخل ڪرايو ۽ آخر 56 سالن جي عمر ۾ ٿريسي سان شادي ڪئي.

ان بعد مسلسل فڪر، مشاهدن ۽ تجربن مان هن جيڪي ڪجهه حاصل ڪيو ان جو نچوڙ پنهنجن ٻن ڪتاب ’سماجي معاهدو‘ (Social Contract) ۽ ’ايميلي عرف تعليم‘ (Emile) جي صورت ۾ دنيا جي اڳيان، ٽن سالن جي لاڳيتيءَ محنت سان ساڳئي وقت لکي، 1762ع ۾ پيش ڪيو هنن ٻنهي ڪتابن ۾ روسو جيڪي اصول بيان ڪيا آهن، تن جو بنياد انسان جي فطرتي مساوات، اخوت ۽ حريت تي بيٺل آهي. هي ٻئي ڪتاب روسو جي قلم جا بهترين شاهڪار آهن. ارڙهين صديءَ جي انقلابي دور جا هي ٻئي ڪتاب پيشرو هئا.

هنن ٻنهي ڪتابن کي پبلشرن وٽ پهچڻ سان ئي باهه ۾ ساڙڻ جي فتويٰ صادر ڪئي وئي. ’ايميلي‘ 1760ع ۾ لکجي پورو ٿيو 1762ع ۾ ’سماجي معاهدو‘ سان گڏ هالينڊ (Holland) ۾ جڏهن ڇپجي پڌرو ٿيو ته فرينچ پارليامينٽ ان کي قانون خلاف چئي ضبط ڪيو ۽ پئرس ۾ سرڪاري طور ملڪ جي وڏي ۾ وڏي عدالت (Palais de Justice) جي ڏاڪڻ هيٺيان ساڙيو ويو ۽ اعلان ڪيو ويو ته ”فقط ڪتاب کي ساڙڻ ڪافي نه آهي، پر ان سان گڏ مصنف کي به جيئري جلايو وڃي.“

فرينچ پارليامينٽ نيٺ روسو کي جلاوطن ڪيو. فرانس کان جلاوطن ٿي سوئٽزرلينڊ پهتو، پر اتي به هن جي مخالفت جاري رهي. نائين ڏينهن کان پوءِ سندس ڪتاب ’ايميليءَ‘ کي به سرعام ساڙيو ويو.

اهڙي طرح جهالت ۽ اونده جي علمبردارن جي عداوت کان ڊڄندي، لڪندي ۽ ڀڄندي، روسو آخر پرشيا (Prussia) جي هڪ آزاد خيال گورنر لارڊ ڪيٿ (Lord Keith) وٽ اچي پناهه ورتي، جتي اڍائي سال سلامتيءَ سان گذاريائين. جيئن ئي لارڊ ڪيٿ کي ٻئي صوبي ڏانهن بدلي ڪيو ويو ته فوراً پادرين روسو تي ’مسيح دشمن‘ (Anti Christ) جي فتويٰ لاڳو ڪري مٿس ديولن جا دروازا بند ڪيا. سرڪاري ۽ پادرين جي پروپيگنڊا سبب هن کي جتي به ڏٺو ويندو هو، ٻار، نوجوان، عورتون ۽ ٻڍا مٿس پٿرن جا وسڪارا لائي ڏيندا هئا.

1765ع ۾ سندس گهر تي رات جو حملو ڪيو ويو ۽ روسو ڀڄي وڃي سوئٽزرلينڊ پهتو. اتان جي حڪومت پڻ سندس ملڪ نيڪالي ۽ گرفتاريءَ جو حڪم ڪڍيو. نتيجي طور پنهنجو نالو بدلائي، هڪ روپوش گنهگار وانگر پرئس مان ٿيندو، مشهور انگريز مورخ ڊيوڊ هيوم (David Hume) وٽ انگلنڊ ۾ وڃي ڪجهه عرصو ترسيو هتي به کيس آرام سان ويهڻ نه ڏنو ويو. 1767ع جي مئي مهيني ۾ وري موٽي فرانس آيو ۽ بيوس ۽ ڪمزور جانور وانگر هڪ هنڌان ٻئي هنڌ رلندو، لڪندو، ڀڄندو رهيو. آخرڪار کيس پئرس ۾ موٽي اچڻ جي اجازت ملي، جتي هڪ مسواڙي غريباڻي گهر ۾ زندگيءَ جا آخري ڏينهن گذارڻ شروع ئي مس ڪيائين ته سماجي جلادن ۽ جاسوسن مٿس وري اچي وارو وار شروع ڪئي. ان بيڪسيءَ واري صورتحال ۾ هن هڪ ڪتاب لکڻ شروع ڪيو ’روسو جي جين جئڪس کان آڏي پڇا‘، جنهن ۾ هن پنهنجي شخصيت جي بي ريا چنڊڇاڻ نهايت لطيف پيرايي ۾ ڪئي. ڪتاب پوري ڪرڻ بعد هن چاهيو ته پئرس جي وڏيءَ ديول ناٽرڊم (Notredame) جي منبر تي وڃي عرض رکي، پر ناٽرڊم جا دروازا به مٿس بند ڪيا ويا.

20 مئي 1778ع ۾ جڏهن روسو کي زندگيءَ جا ڪي چند هفتا باقي هن فاني دنيا ۾ گذارڻا هئا، تڏهن کيس هڪ نيڪ دل دولتمند شخص ايم. ڊي. جروڊي (M. de Girardi) وٺي وڃي پنهنجي عاليشان محل ۾ رهايو جتي هن زندگيءَ جا آخري ڏهاڙا مسرت ۽ اطمينان سان گذاريا.

2 جولاءِ 1778ع تي خميس جي ڏينهن جين جئڪس روسو زندگيءَ جا آخري ساھ کنيا ۽ هن دنيا کي الوداع ڪيو.

روسو جي ايڏي مخالفت جي باوجود، خود سندس زندگيءَ ۾ سندس جملي تصنيفن جا ڇهه ڇاپا ظاهر ٿي چڪا هئا. 1780ع کان فرانس جي ماڻهن پنهنجن بادشاهن، راڻين ۽ شهزادن سميت هن ’مجذوب مفڪر‘ جي قبر جون زيارتون ڪرڻ شروع ڪيون. اهي سموار نوجوان اسڪالر ۽ مجاهد، جي اڳتي هلي 1779ع ۾ ۽ ان کان پوءِ فرينچ انقلاب جا رهنما بڻجڻا هئا، هڪبئي سان هزارين اختلاف هوندي بہ روسو جا هڪجهڙا معتقد هئا. 7 مئي 1794ع تي فرينچ انقلابين طرفان فرينچ پارليامينٽ ۾ روسو کي ’بني نوع انسان جو اُستاد‘ ۽ انقلاب جو پهريون داعي سڏيو ويو.

100 سال پوءِ، روس جي مشهور مفڪر ٽالسٽاءِ تي روسو جي تعليم ايترو تہ اثر وڌو، جو هو نوجوانيءَ واري دور ۾، سندس جو لاڪيٽ ٽائيٽ طور پنهنجي ڳچيءَ ۾ وجهي گهمندو هو.

روسو (Rousseau) جي چيپل ڪتابن جو وچور هن ريت آهي:

(1) La Nouvella He loise (1761), (2) Emile (1762), (3) The Social Contract (1762), (4) Confessions (1770)

**جين ڌرم:** هندستان ۾ هندو ڌرم جي رد عمل ۾ جيڪي بہ تحريڪون وجود ۾ آيون، سي ٻڌمت ۽ جين مت جون تحريڪون هيون. ٻڌ ۽ جين تحريڪن اڳتي هلي، ٻن جُدا جُدا ڌرمن جي صورت اختيار ڪئي، يعني: ٻڌ ڌرم ۽ جين ڌرم وجود ۾ آيا. جين ڌرم جي تحريڪ، ٻڌ ڌرم جي همعصر تحريڪ آهي، پر اُها ٻڌ ڌرم جي تحريڪ کان ٽيھ سال پوءِ شروع ٿي. ٻڌ ڌرم هندستان کانسواءِ ٻين ملڪن، جهڙوڪ: چين، جپان، ٿائلينڊ، تبيٽ (Tibet)، برما وغيره ۾ بہ پکڙيو. جين ڌرم هند سان گڏ سنڌ جي بہ ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پهتو. سنڌ ۾ جين ڌرم جا آثار ۽ اهڃاڻ، سڀ کان وڌيڪ ٿرواري علائقي ۾ ملن ٿا، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ هيءُ ڌرم ٿر ۾ وڌيڪ ڦهليو آهي. ٿر ۾ جين ڌرم جا آثار ۽ اهڃاڻ اڄ بہ سلامت آهن. پر انهن جو احوال ڏيڻ کان اڳ، جين ڌرم جو تعارف ڏجي ٿو.

لفظ ’جين‘، سنسڪرت ٻوليءَ جي لفظ ’جينا‘ مان ورتو ويو آهي. سنسڪرت ۾ ’جئہ/جي‘ جو مطلب آهي فتح ڪرڻ ۽ ’جينا‘ جي معنيٰ فاتح. تنهنڪري جين (Jain) کي ’فاتح‘ يا ’فتح ڪرڻ وارو‘ بہ چئي سگهجي ٿو. ٻين لفظن ۾ اهڙو شخص، جنهن پنهنجي پاڻ کي وس ۾ ڪيو ۽ ڇوٽڪارو يا نجات حاصل ڪئي هجي.

مهاوير، جنهن کي ورڌمان/ ورڌمن بہ سڏيو وڃي ٿو ۽ جيڪو جين مت جو چوويهون روحاني پيشوا/ تيرٿنڪر آهي، ان کي ’جين ازم جو ابو‘ سڏيو وڃي ٿو. سندس جنم 599 ق. م ڌاري چتراڪما ۾ ٿيو جنهن جو نئون نالو اڄڪلهہ ’چتراڪوٽ‘ آهي، جيڪو ڀارت جي مشهور شهر ’الهہ آباد‘ کان 72 ڪلوميٽر اولهہ طرف آهي.

ورڌمان ننڍپڻ ۾ ئي فاني پڻي کي محسوس ڪري ورتو ۽ 30 ورهين جي ڄمار ۾ اوتار بڻجي ويو. ڪيس اندر جي روشني عطا ٿي، ۽ ان وقت کان وٺي ماڻهن ۾ هن عقيدي جي پرچار شروع ٿي. مهاوير جو انتقال ويشالي جي ڳوٺ پاوا (موجوده بهار) ۾ 72 سالن جي عمر ۾، 527 ق. م جي وچ ڌاري ٿيو.

جين ڌرم جا ڪل 24 اوتار يا روحاني پيشوا ٿي گذريا آهن: (1) رشڀ ناٿ، (2) اجيت ناٿ، (3) ساميو (4) اڀيننڊن، (5) سمتي، (6) پدم پريا، (7) سپرسٿو (8) چندر پريا، (9) پشپ دلت، (10) سيتل، (11) شرانشناٿ، (12) واسو پوجيہ، (13) ومل، (14) اننت، (15) ڌرم ناٿ، (16) شانتي، (17) ڪنٿو (18) ارا، (19) ملي، (20) مني، (21) سورت، (22) نيمي، (23) پارسوناٿ، ۽ (24) ورڌمان (مهاوير).

جين مت مان مراد آهي تہ جنهن پنهنجي حواسن ۽ نفساني خواهشن کي فتح ڪيو، ان ڄڻ سڄي دنيا تي سوڀ ماڻي. مهاوير جو چوڻ هو تہ انسان بہ غيب جو علم ڄاڻي سگهي ٿو. جيئن پيدا ڪرڻ وارو ڄاڻي ٿو. پر ان لاءِ ڪيس پنهنجي نفساني خواهشن کي وس ۾ ڪرڻو پوندو. جين ڌرم ۾ سيني ساھ وارن جي تعظيم ڪئي ويندي آهي.

جينين جي مَتي موجب ڪنهن بہ ساھ واري شيءِ کي ايذائڻو ناهي ۽ امن قائم رکڻو آهي. مهاوير بنيادي جين ڌرم تي زور ڏنو آهي، جيڪو پنجن قسمن ۽ ٻاويهن پابندين تي ٻڌل آهي. اهنسا (Non Violence) کي مقبول ڪرڻ سندس اهم ترين ڪارنامو آهي، ان اصول جي بنياد تي هن جيني ڀڪشوئن ۽ گهر گرهستين لاءِ جيڪو اخلاقي ضابطو مقرر ڪيو، اهو پنجن قسمن جو هو: گيان يا علم جو نظريو، (2) جين مابعدالطبيعات، (3) جين اخلاقيات، (4) جين پڇ (نيڪي)، (5) جين ڌرم.

جين فلسفي موجب زنده ۽ غير زنده شيون هڪ ٻئي سان واسطي ۾ اچڻ تي مخصوص توانائيون پيدا ڪنديون آهن، جيڪي جمڻ، مرڻ ۽ زندگيءَ جا مختلف تجربا بڻجي وينديون آهن. جين ڌرم برابريءَ جي طرز عمل تي گهڻو زور ڏئي ٿو. سموريون جيني رسمون داخلي ۽ خارجي اهنسا جي جوڙاري بيٺل آهن. اهنسا کي لاڳو ڪرڻ ۽ واضح ڪرڻ لاءِ جين ڌرم هيٺين ڳالهين کي تشڪيل ڏني.

(1) آتمائن جي ڄاڻ، (2) ڪرم يا عمل جي ڄاڻ، (3) روپي جي ڄاڻ، (4) ڪائنات (لوڪ) جي ڄاڻ.

جين ڌرم جي مَتي گذريل ڪم (عمل) ۽ گناهن جي پراسچت (ڪفاري) ادا ڪرڻ کان آزادي حاصل ڪرڻ خاطر سخت تپسيائين (رياضتن) کي وڏي اهميت ڏني. آواگون يا ٻي جوڻ کان بچڻ لاءِ جسماني تڪليف ۽ اهنسا تي زور ڏنو ويو تہ سندن مَتي موجب جنم جو چڪر گناھ ۽ ڏک جو ڪارڻ آهي.

ٻڌ ڌرم ۽ جين ڌرم جي پيدائش هندو ڌرم ۽ برهمڻي ۽ پروهتائي ڏاڍ ۽ جبر خلاف ردعمل ۾ ٿي.

جين ڌرم ٻن اهم فرقن ۾ ورهايل آهي: (1) سويتامبر، (2) ڊگامبر. سويتامبر اڇا سبيل لباس پهريندا آهن ۽ ڊگامبر ننگا رهندا آهن.

سويتامبر، جواهرن، سون ۽ چانديءَ سان سينگاريل بتن جي پوڄا ڪندا آهن. سويتامبر فرقي ۾ اوسواڙ واڻيا (اوسواڙ بنيا) مشهور آهن. هن فرقي

جو ڪو بہ ماڻهو مذهبي پيشوا ٿيڻ کان اڳ ڪنهن ٻئي مذهبي پيشوا سان گڏ رهندو آهي ۽ پوءِ ڪنهن خاص ڏينهن تي سيني پاڙيسرين کي گڏ ڪري، نئين ٿيندڙ مذهبي پيشوا کي گهوٽ وانگر تيار ڪري، ڪيس تيل ۽ هئيڊ هٿي وهنجاري، ڪپڙا پهرائي، هاٿيءَ تي ويهاري شهر جو چڪر لڳارائي عبادتگاهه آندو ويندو آهي، جتي گرو سندس مٿو ڪوڙي ڪيس مذهبي پيشوا وارو لباس پهرائيندو آهي ۽ ڪانئس ڌرمي ڳالهين تي هلڻ جو قسم کڻائيندو آهي.

ڊگامبر فرقو ننگن بتن جي پوڄا ڪندو آهي. سندن خاص عبادتگاهن جا پيشوا بہ ننگا رهندا آهن. هن فرقي وٽ سال جا اٺ مهينا مقدس تسليم ڪيا ويندا آهن، جن ڏينهن ۾ روزا رکيا ويندا آهن ۽ اهي سال ۾ ٽي پيرا يعني هر چوٿين مهيني ۾ رکيا ويندا آهن، جن کي آساڙ (آکاڙ)، ڪارتڪا (ڪارتڪ/ ڪتي) ۽ فالگن (ڦڳڻ) سڏيو ويندو آهي. سندن بيا ڏهہ ڏينهن بہ ٿين ٿا، جن کي 'داس لڪشٽي' چوندا آهن، جن ۾ بہ هو روزا رکندا آهن. هي فرقو وڌيڪ ٻن حصن، (1) تيرا پنٿي (Tera-Panthi) ۽ (2) بِس پنٿي (Bis-Panthi) ۾ ورهايل آهي. تيرا پنٿي ننگن بتن کي ڪپڙا پهرائي، سندن سامهون ميٺ بتيون ٻاري عبادت ڪندا آهن، پر انهن آڏو گل ۽ تازا ميوا رکڻ کي گناهه سمجهندا آهن، جڏهن تہ بس پنٿي، ننگن بتن کي ڪپڙا نہ پارائيندا آهن، بيهي عبادت ڪندا آهن. ميڻ بتيون نہ ٻاريندا آهن، پر بتن آڏو گل ۽ ميوا رکڻ ثواب سمجهندا آهن.

جين ڌرم جي آخري تيرٿنڪر مهاوير جي قولن ۽ چوڻين کي لکت ۾ آندو ويو ۽ ياد ڪيو ويو. جينين جي اصلوڪن صحيفن يا ڌرمي ڪتابن کي 'پورو' يا 'انگ' چيو ويندو آهي. پوروَن جو تعداد 14 آهي، جيڪي ناياب آهن. جين ادب ۾ 14 انگ، 12 اپانگ، 10 پاڪنڪا، 4 مولسُوتر ۽ ٻہ بيا سُوتر شامل آهن.


هڪ جين مندر جو اندريون ڏيک

جين ڌرم جو مکيہ مندر (Centre of Jainism) هندستان جي بِهار علائقي ۾ آهي، جتي بِهار جي راجا جو پٽ وردمان، مهاوير جي نالي سان مشهور ٿيو. سنڌ ۾ بہ ننگرپارڪر واري علائقي ۾ جينين جا مندر موجود آهن، جن مان گوڙيءَ جو مندر مشهور آهي. ان کان سواءِ ننگرپارڪر توڙي اترئين پاسي پوڏيسر ۽ ويراواهہ ۾ بہ جيني مندر موجود آهن. جنهن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ سنڌ جي ٿرواري علائقي ۾ بہ جينين جو وڏو تعداد موجود هو.

جين ڌرم سان واسطيدار ماڻهو سڀ کان وڌيڪ ڀارت ۾ موجود آهن. مهاراشٽر، راجستان، مڌيا پرديش، گجرات، ڪرناٽڪا، اتر پرديش، دهلي ۽ تامل نادو ۾ لڳ ڀڳ هڪ ڪروڙ جيني رهن ٿا. آمريڪا ۾ بہ لک جيني موجود آهن.

**جيواني/ جيواڻي جو ڍورو** (Jivani jo Dhoro): هندستان جي ضلعي پاڻُنگر، تعلقي ونگاگهرا (Vangaghra) جي ڳوٺ امرالا ۾ '43 °71 ۽ '52 °21 ڊگرين تي قديم سنڌو تهذيب جو هيءُ ماڳ ٻہ هزار ق. م جو ڪٿيو ويو آهي. هن ماڳ کي مس سمن پانڊي 1971ع ۾ ڳولي لڌو ۽ ان جي کوٽائي ڪئي هئي. هيءُ ماڳ 10 X 420 ميٽرن جي ايراضيءَ ۾ پکڙيل آهي، جيڪو ڪيترائي ڀيرا بند ٺهڻ ۽ مٽي ڌوئڻ سبب بگڙيو دڙو/ بستي ڪلوڀار نديءَ (Kalu Bhar) جي ڪناري تي آهي، هتان لڌل ٺڪرائو سنڌوءَ جي هڪ ٻئي ماڳ رنگپور جي ٺڪرائي سان ملندڙ جلندڙ آهي، چاڪاڻ تہ هتان بہ اجريل ڳاڙهي ٿانو جا ٺڪرا مليا آهن. هتان مليل ڪن ٺڪرن جو ذڪر ڪجي ٿو:

(1) ڳاڙهي ٿانو جي ٺڪر جي ڳچي هلڪي پوري ناسي ٿئي ٿي ۽ جنهن کي اندران پيلي ڳاڙهي (5YR5/6) رنگ جون ليڪون ڏنل آهن. نقش گهري ناسي رنگ سان ڪڍيل آهن. ٺڪر اجريل آهي، جڏهن تہ ڳچيءَ جو قطر 20 سينٽي ميٽرن جو آهي.

(2) هڙاپائي دور جي ڳاڙهي ٺڪر جي ڪنهن پيالي جي ڳچي پوري ناسي (10YR6/2) بت سان، اندران ٻاهران پيلين ڳاڙهين ليڪن سان چٽيل، جنهن تي تمام گهري ناسي رنگ جا چٽ نڪتل آهن.

(3) هڙاپائي دور جي ڳاڙهي ٺڪر جي پاٽ جو ترو، ڳاڙهسري پيلي رنگ جي (5YR6/6) بت سان، ٻاهران ڳاڙها ليڪا اندران سطح ڳاڙهسري پيلي، چڪ تي لٿل هن ٺڪر جو قطر 60 سينٽي ميٽر آهي.

(4) هڙاپائي دور جي ڳاڙهي ٺڪر جي پاٽ جو ترو، خوبصورت ڳاڙهسري پيلي بت (Fabric) سان، ٻاهران ڳاڙهسريون ليڪون نڪتل اندران سطح ڳاڙهسري پيلي، چڪ تي لٿل هن ٿانو جو قطر 34 سينٽي ميٽر، جڏهن تہ گهري ناسي رنگ سان ٿانو تي چٽ چٽيل آهن.

(5) هڙاپائي دور جي پاٽ جو ترو، خوبصورت ڳاڙهسري، پيلي بت سان، ٻاهران ڳاڙهي رنگ جا ليڪا ڏنل، اندران سطح بہ ڳاڙهسري پيلي، گهري رنگ سان چٽ چٽيل، جيڪي صرف ٻاهران چٽيا ويا آهن، اندارن ڪو بہ چٽ نہ آهي، چڪ تي لٿل هن ٿانو جو قطر 34 سينٽي ميٽر آهي.

(6) هڙاپائي دور جي ٺڪر جي ٿالهيءَ جو ٽڪر، خوبصورت ڳاڙهسري پيلي بت سان، اندران ٻاهران ڳاڙهيون ليڪون، گهري ناسي رنگ سان ٻاهران چٽ چٽيل، اندارن ڪو بہ چٽ نہ آهي، چڪ تي لٿل هن ٺڪر جي ٿانو جو قطر 16 سينٽي ميٽر آهي.

(7) هڙاپائي دور جي کهري (Course) ٺڪر جي ٿانو جو ٽڪر، گهري ناسي ۽ کهري بت سان، مٿاڇري تي واريءَ جا ذرڙا چنبڙيل، ٿانون جي سطح اندران توڙي ٻاهران گهري ناسي رنگ جي، اندران ٻاهران اوجر ظاهر، گهٽو ڪري چڪ تي لٿل (پڪ ناهي)، ٺڪر جي ٿانو جو قطر 20 سينٽي ميٽر آهي.

هي ماڳ گجرات صوبي ۾ آهي، جتي سنڌو تهذيب جا 170 کن ماڳ بيا بہ موجود آهن. هنن ماڳن جي گريگوري پزل نالي قديم آثارن جي ماهر (جيڪو اصل جرمن جو هو)، کوٽائي ڪئي. سندس چوڻ موجب هيءُ 2 هزار ق.م جي وسندي ماڻهن جي ڪنهن سبب سنڌ مان لڏي اچي، هتي ويهڻ سبب وجود ۾ آئي.

**جيوترام ويڙهومل مٽائي:** ٺارو شاهه جي مٽائي هندن جي پاڙي مان جيوترام ويڙهو مل صوفي ۽ درويش صفت انسان 1885ع ڌاري جائو هو. شروعات ۾ حيدرآباد جي نوودياليه اسڪول ۾ ماستر ٿيو. جتي سيد قطب علي شاهه جهانيان واري سان قرب ٿيس. جنهن سندس روح کي رڱي وڌو. هيءُ طالب علميءَ واري وقت کان وٺي سائين قطب شاهه جي خدمت ۾ رهندو هو ۽ اتي فيض حاصل ڪندو رهيو. 1914ع ۾ 'هڪ لڪل لعل' نالي سنڌيءَ ۾ ڪتاب شايع ڪرايائين. جنهن ۾ جهانيان خاندان جي هڪ بزرگ سيد مير غلام عباس شاهه ولد سيد روشن علي شاهه جي سوانح حيات ۽ سندس اقوال زرين لکي پنهنجي عقيدت جو اظهار ڪيائين. جيوترام 21 آگسٽ 1914ع تي 74 ورهين جي ڄمار ۾ ٽنڊي جهانيان ۾ لاڏاڻو ڪيو. صوفي قطب علي شاهه جيوترام لاءِ هيٺيون بيت چيو:

سدا هجين جيئرو، جيئن جيتارام،
وڏي هجيئي حياتي، سدا هجين سان نام،
پيهي ڏس پاڻ، تہ اندر ۾ اثبات ٿيئي.

اڳتي هلي سندس فرزند ويسو مل جيوترام (وي. جي مٽائيءَ) 'جهانيان خاندان' تي ڪتاب لکيو، جنهن جا انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ ٻہ ڇاپا ڇپايا آهن.

**جيوت سنگهه صوفي:** ويدانتي شاعر ۽ درويش جيوت سنگهه صوفي، 1256هه مطابق 1840ع ڌاري قمبر ضلعي لاڙڪاڻي (هاڻي قمبر-شهدادڪوٽ) ۾ هڪ پرڻي پاڳيي سڻناڻي ڪٽنب ۾ پيدا ٿيو. ننڍي هوندي کان وٺي هن جو لاڙو ساڌ سنگ طرف گهڻو هوندو هو. سندس پيءُ ننڍي هوندي مري ويو هو ان ڪري هن جي تعليم ۽ تربيت جو بار سندس ماءُ تي اچي پيو. انهن ڏينهن جي رواج موجب هو فارسي چڱيءَ ريت پڙهيو ۽ سنڌيءَ جو بہ چڱو محاورو حاصل ڪيائين. علم حاصل ڪرڻ بعد سندس پاءُ شامداس، جيڪو ڪانئس وڏو هو ان جي مرضي تي تہ هو پنهنجي ملڪيت جي سنڀال ۾ لڳي. سندس وڏا باغات ۽ زراعت جو ڪم ڪندا هئا. جيوت سنگهه بہ پاءُ جي خواهش موجب ساڳي اباڻي ڪرت ڪرڻ لڳو ڪڏهن ڪڏهن گهوڙي تي چڙهي هني هارا گهمڻ ويندو هو پر سندس دل دنياوي اسباب سان نہ لڳي، چو تہ ڪيس سنتن ۽ ساڌن جو سنگ ۽ صحبت پسند هئي. جڏهن جڏهن ڪيس موقعو ملندو هو تہ ساڌ سنگ ۾ وڃي نڪرندو هو ۽ فقيراڻي ويراڳ ۾ وڃي شامل ٿيندو هو. ان وقت ڌاري ولايت راءِ نالي هڪ درويش پنهنجي يوگ وديا ڪان مشهور هو. هو هالن جو ويٺل ۽ ڪتري خاندان مان هو. هو جيتوڻيڪ سرڪاري نوڪريءَ ۾ تپيدار هو پر وڏو ويدانتي شخص هو. هن جي روحاني منزل جي سڄيءَ سنڌ ۾ هاڪ هئي. جيوت سنگهه جو پاءُ شامداس بہ سندس معتقد هو. هن ولايت راءِ کي عرض ڪيو تہ جيوت راءِ تي ڪا مهر جي نظر ڪري سندس جيون ۾ تبديلي آڻي، اهڙيءَ طرح پاڻس هڪ ڏينهن جيوت کي ولايت راءِ وٽ وٺي آيو ۽ ائين ولايت راءِ جي صحبت ۽ رهبريءَ ۾ جيوت سنگهه بہ روحاني منزل جو صاحب بڻجي ويو. ان بعد سندس شغل فقط ست گُر (مرشد) ۽ ساڌ سنگ جي شيوا رهي، جنهن ۾ هن پاڻ گهڻو موڪيو ان وقت ڌاري شڪارپور ۾ مهراج شنڪر پارتي وڏي درجي جو صوفي درويش هو جيوت سنگهه کهي اچي ان درويش جو درشن ڪيو. ماڻهن جيوت سنگهه جي تمام وڏي عزت ڪئي ۽ هي اتي صوفين جي سچي سنگ ۾ رهي خود بہ مرادن جو مرڪز بڻجي ويو. هو جڏهن اتان موٽي قمبر آيو تہ سڄو شهر سندس مشتاقن سان پرجي ويو. وٽس سڄو ڏينهن ڪٿا ڪيرتن جو شغل هلندو رهندو هو. جنهن ۾ زالون ۽ مرد اچي حصو وٺندا هئا.

جيوت سنگهه پرڻيل هو. پر ڪيس ڪو بہ اولاد نہ ٿيو. ان ڪري هو ظاهري/ دنياوي موهہ کان پري رهيو ۽ آزاد زندگي گذاريندي، درويشن جي چاڪريءَ ۾ رهيو. جيوت سنگهه جي ست گر (مرشد) ولايت راءِ 1887ع ڌاري لاڏاڻو ڪيو. ان وقت صوفي جيوت سنگهه اتي موجود هو. مرشد جي موت سندس دل تي گهرو اثر ڪيو. پوئين وقت ۾ خلق خدا جي خدمت ڪرڻ سان گڏ طب طرف ڌيان ڏنائين. هو آريا ويدڪ طب ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. هڪ ويج/ طبيب جي حيثيت ۾ سندس ناماچاري چوڌاري پکڙجي وئي. سندس دوائون جيتوڻيڪ ساديون هونديون هيون، پر ماڻهن کي ان مان وڏو فائدو ٿيندو هو. جيوت سنگهه سنڌي ۽ هندي ٻوليءَ جو سٺو شاعر هو. سندس شعر سادو ۽ پريم سان ڀريل آهي. هن 1377هه/ جنوري 1899ع ۾ چالاڻو ڪيو.

**جيوتي ڪلا سنسٿان، جئپور:** جيوتي ڪلا سنسٿان، اپريل 1978ع ۾ سريش سنڌوءَ جي سرپرستيءَ هيٺ قائم ٿيو. جنهن جو صدر رامچندر رامناڻي ۽ سيڪريٽري سريش سنڌو رهيا آهن. هن ناٽڪ منڊل اصلوڪا ناٽڪ توڙي ترجمو ٿيل پيش پئي ڪيا آهن. جن مان ڪيترن جو ليکڪ ۽ هدايتڪار سريش سنڌو پاڻ رهيو آهي. هن ڪلا سنسٿان پاران پيش ٿيل ناٽڪن ۾ 'دل ڏينداسين دل وارن کي'، 'منهنجي بہ ٻڌو'، 'مان شادي ڪنديس' بيحد ڪامياب ناٽڪ لکيا هئا. انهن ناٽڪن ۾ ڪردار ادا ڪندڙ ڪلاڪار ارملا، چمپا، ناري ڦلواڻي، راجيش خوشحالاڻي، روي ۽ موهن لعل اداسي ۽ سريش سنڌو هئا.

**جيو ٽي. وي** (GEO T.V): هي نشرياتي ادارو، 'جنگ' گروپ جي انتظام هيٺ 2002ع ۾ قائم ٿيو. جيو نيوز چينل هن وقت پاڪستاني ميڊيا ۾ پنهنجي منفرد پاليسي رکي ٿو. جيو گروپ پنهنجي نشريات نيوز بليٽن ۽ مختلف پروگرامن سان شروع ڪئي. اڳتي هلي جيو کي نيوز ۽ انٽرٽينمينٽ جي حصن ۾ ورهائي الڳ فريڪوئنسيءَ سان نشر ڪيو پيو وڃي. جيو تي نت نئين انداز جا ٽاڪ شوز ۽ حالات حاضره جا پروگرام نشر ٿيندا آهن. سياسي شخصيتن تي دلچسپ انداز سان تنقيد بہ ڪئي وڃي ٿي ۽ سماج جي مسئلن جي عڪاسي بہ ٿئي ٿي.



جيو جي مشهور پروگرامن ۾ 'هم سب اميد سي هين'، 'ايڪ دن جيو ڪي ساٿ'، 'پچاس منٽ'، 'ڪيپيٽل ٽاڪ'، 'جرگہ'، 'آج ڪامران خان ڪي ساٿ' وغيره اچي وڃن ٿا، جڏهن تہ جيو ٽي. ويءَ تي ڊراما ۽ ٻيا تفريحي پروگرام بہ نشر ڪيا ويندا آهن.

جنرل (ر) پرويز مشرف جي دور ۾ جڏهن عدالتي بحران پيدا ٿيو تہ عدليہ جي بحاليءَ جي تحريڪ ۾ هن چينل گهڻي ڪوريج ڏني، جنهنڪري حڪمرانن چينل کي ڪجهہ عرصو بند بہ ڪرايو، پر صحافين جي احتجاج ۽ ان تحريڪ جي ڪاميابيءَ سان چينل جي ٻيهر نشريات بحال ٿي. ڪجهہ وقت

کان موجوده حڪومت سان بہ سندن اختلاف هلندڙ آهن. پر مختلف ۽ منفرد صحافتي انداز ۾ دلچسپ موضوعن تي پروگرام نشر ڪرڻ ۾ ’جيو‘ جو معيار بهتر آهي.

جيو ۾ جنگ گروپ نوجوانن لاءِ ’آگ‘ نالي چئنل بہ شروع ڪيو آهي، جنهن ۾ ميوزڪ ۽ روڊ شو سميت ٻيا بہ تفريحي پروگرام نشر ٿين ٿا، جڏهن تہ راندين جو هڪ الڳ چئنل ’جيو سُپر‘ بہ 2005ع کان هلي رهيو آهي. جيو سُپر تي ڪرڪيٽ، هاڪي، ريسلنگ ۽ ٻين راندين جي سنئين سِڌي (Live) نشريات هلائي وڃي ٿي.

**جيوَر**: سنڌ جو هڪ قديم شهر جيور، سنڌو درياهہ جي اوڀر طرف راوڙ شهر لڳ موجود هو، هيءُ شهر ڪوري نديءَ جي ويجها هئا. محمد بن قاسم جڏهن سنڌو درياهہ اڪري راوڙ ۾ جيور جي حدن ۾ پهتو، تڏهن راجا ڏاهر چيو تہ: ”محمد پٽ قاسم جو پاڳ زور آهي، جو هو جيور تائين پهچي ويو آهي“. راجا ڏاهر راوڙ ۾ هو، هو محمد بن قاسم کي ڏسڻ لاءِ هڪ هاٿيءَ تي چڙهي هڪ ڇچ جي هن پاسي اچي بيٺو جتي هن ڏٺو تہ: ”محمد بن قاسم پنهنجو جنگي خاڪو تيار ڪري رهيو هو“. ان ريت ڏاهر بہ پنهنجو جنگي خاڪو تيار ڪيو ۽ ڇچ تي حفاظتي دستو مقرر ڪيو، تہ جيئن دشمن ڪا ناجائزي نہ ڪري سگهي [چچنامي مان اختصار].

**جيو فزڪس/ ارضي طبعيات** (Geo Physics): زميني سائنسن جي مکيہ ذيلي شعبن مان (Geophysics) هڪ اهم شاخ آهي. هيءَ شاخ ڌرتيءَ جي طبعي ڳڻن جي مقدار جي ڇڪاس ڪرڻ ۾ مدد ڪري ٿي. هن ذريعي حاصل ڪيل معلومات يا تفصيل ٽيڪٽاني پڙڇن جي چرپر، زمين جي اندرين جوڙ، ارضيات جي نقش وسيلي مهيا ڪيل وڌيڪ ڄاڻ ۽ تانگهن تيل جي ذخيرن جي ٻي ضرر ڇڪاس، اپياس بابت ۽ سکيا لاءِ ڪم آڻڻ ڪانسواءِ ارضي طبيعات سان پيمائش ذريعي گڏ ڪيل انگن اکرن جي تجزيي مان ڳجهن پيٽرول جي ذخيرن ۽ معدني عنصرن، زيرزمين پاڻيءَ ڳولهڻ، پوريل قديم نوادرات ڳانيڪي، برفاني ڇپن ۽ زمين جي تولهہ معلوم ڪرڻ ۽ ماحول جو تدارڪ يا بنو ڪرڻ جهڙن مسئلن جو حل بہ ڪيڻي سگهجي ٿو. ٿورن لفظن ۾ ائين تہ علم جيڪو زميني مسئلن جي اپياس لاءِ ’Physics‘ يا طبيعات جا اصول ۽ طريقا استعمال ڪري، ان کي جيوفزڪس چئبو آهي.

(Geo Physics) بطور لفظ 1834ع ۾ ’Geophysik‘ صورتخطيءَ سان ڦهرائين (Frobel) استعمال ڪيو هيءُ لفظ بطور اصطلاح سائنسي لکڻين ۾ 19هين صديءَ جي وچ ڌاري استعمال ٿيڻ لڳو.

**جيوڻ شاهہ جو مقام**: هيءُ ڪلهوڙا دور جو قديمي قبرستان، ضلعي لاڙڪاڻي جي ڳوٺ خانواهڻ جي اتر اوڀر ۾ واقع آهي ۽ وڏي ايراضيءَ تي پکڙيل آهي. هن مقام ۾ ڪيترائي مقبرا ۽ قبرون آهن. جن جي اڏاوت شاندار ۽ قديمي اڏاوتن جو ڏيک ڏئي ٿي. هن مقام ۾ ٻلهڙي جو مقبرو، ڏامراهہ جو مقبرو ۽ ميرڻ شاهہ جو مقبرو بہ موجود آهي. ميرڻ شاهہ لاءِ عام روايت آهي تہ هيءُ دين محمد ڪلهوڙي جو خاص ماڻهو هو [حوالو: قديم آثارن جي ڊائريڪٽري].

**جيوڻ شاهہ، سيد**: سيد جيوڻ شاهہ ولد سيد نجب علي شاهہ 1295ھ/ 1878ع ۾ دادوءَ ۾ جنم ورتو. سيد جيوڻ شاهہ عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم مولوي محمد ابراهيم عباسي سيالن واري کان ورتي، شاهہ صاحب صلوات جو پابند ۽ متقي هو. جڏهن تُرڪيءَ تي انگريزن قبضو ڪيو تہ هن انگريزن خلاف تحريڪ ۾ حصو ورتو ساڻس گڏ محمد هاشم سومرو، وڏيرو الهہ بچايو ميمڻ، محمد رمضان ميربحر ۽ ٻيا ڪيترائي ساٿي شامل هئا. سيد جيوڻ شاهہ مسجدن ۾ وڃي واعظ ڪندو ۽ تلقين ڪندو هو تہ انگريزن مان جان ڪيئن ڇڏائجي. هن چندا گڏ ڪري حسن علي آفنديءَ جي معرفت ترڪيءَ جي مالي مدد لاءِ موڪليا. سيد جيوڻ شاهہ دادو ضلعي جي قيام لاءِ ڪوششون ورتيون. سيد جيوڻ شاهہ هڪ عاليشان مسجد بہ ٺهرائي، جيڪا اڄ بہ جيوڻ شاهہ مسجد جي نالي سان سڏجي ٿي. سيد جيوڻ شاهہ 1361ھ/ 1942ع ۾ وفات ڪئي ۽ کيس جيوڻ شاهہ مسجد جي احاطي ۾ دفن ڪيو ويو.

**جيوڻ ملڪ**: جيوڻ ملڪ، اورنگزيب دور جو اهم ڪردار آهي. عالمگير اورنگزيب جڏهن پنهنجي پيءُ شاهجهان کي بيماريءَ جي حالت ۾ گرفتار ۽ قيد ڪري پاڻ تخت ويٺو، تڏهن سندن ان شرمناڪ ۽ حرڪت خلاف داراشڪوه انقلاب جو نعرو بلند ڪيو. اورنگزيب عالمگيرءِ دارا شڪوه جي وچ ۾ ٻہ جنگيون لڳيون پر ٻنهي جنگين هارائڻ کان پوءِ دارا اجمير کان نڪري سنڌ آيو ۽ اتان سيوي پهتو جتي کيس ملڪ جيوڻ پناهہ ڏني اتي ئي دارا جي زال نادره بيگم مري وئي، جنهن جو لاش هن خواجہ مقبول هٿان سيويءَ مان ميان مير سنڌيءَ جي قبرستان ۾ دفنائڻ لاءِ لاهور روانو ڪيو هو.

اورنگزيب تاج ۽ تخت جي حوس ۾ ايترو تہ انڌو ٿي چڪو هو. جو نہ کيس والدين جو احساس رهيو ۽ نہ ڀائرن ۽ ڀيڻن جو. هن دارا جي گرفتاريءَ لاءِ وڏن انعامن ۽ منصبن جو اعلان ڪيو. ان ڪري دارا ملڪ جيوڻ جي گهر مان نڪري بولان طرف روانو ٿيو. بولان پهچڻ تي اورنگزيب طرفان آڇيل لالچ ۾ انڌو ٿي ملڪ جيوڻ دارا کي گرفتار ڪري بهادر خان جي حوالي ڪيو ۽ عالمگير کي خط ۾ اها ڳالهہ لکي موڪليائين.

ملڪ جيوڻ بابت پير سيد حسام الدين راشدي مڪلي نامي جي حاشين ۾ لکي ٿو تہ، ”ملڪ جيوڻ کي سندس غداريءَ سبب عالمگير جي دربار مان هڪ هزاري منصب ۽ ’بختيار خان‘ جو لقب مليو. ان تي ملڪ جيوڻ تمام گهڻو خوش هو. پر عوام مٿس سخت ناراض هو. ملڪ جيوڻ اهي منصب ملڻ کان پوءِ درباري لباس پائي، افغان سوارن سميت دربار ڏانهن ويندي جيئن ئي بازار مان لنگهيو تہ ماڻهن جي انبوهہ مٿس ڦٽڪار ڪئي. ڇتين تان عورتن پٿر، ٺڪر ۽ موچڙا مٿس اڇلايا. ماڻهن جي حملي ۾ ڪيترا افغان مري ويا ۽ ملڪ جيوڻ زخمي ٿي ڪري پيو، بروقت سرڪاري فوج پهچي وئي، جنهن وڏيءَ مشڪل سان ملڪ جيوڻ کي ڪٽي حفاظت واري جاءِ تي رسايو. جيوڻ جي حياتي تہ بچي وئي پر دارا شڪوه جي قاتلن ۽ جيوڻ تي عوام جي ڦٽڪار برقرار رهي.

**جيوٽي بائي**: جيوٽي بائي ڏيءَ ڦڪو گرگلو 22 جنوري 1901ع ۾ هندستان جي راجپوتانا علائقي جي ’پيلواڙ‘ رياست ۾ ڄائي. سندس اصل نالو جيدي هو پر جيوٽي بائيءَ جي نالي سان سنڌ هند ۾ مشهور ٿي. هوءَ اڳتي هلي سنڌ جي هاڪاري ڳائڻي ثابت ٿي. سندس آواز ۾ اهڙو تہ جادُو هو جو ٻڌڻ وارن جون دليون

موهجي ويندڙيون هيون. جيوڻيءَ جا والدين پن تي گذران ڪندا هئا ۽ ڪيس به ان جي تربيت ڏني وئي. هوءَ جڏهن ستن اٺن سالن جي ٿي ته پاڻ ۽ پنج ڀيون ڇوڪريون گڏجي در در تي سٺن به هٽنديون هيون ۽ ڳيچ به ڳائينديون هيون. 1918ع ۾ ڦڪو پنهنجي وطن کي ڇڏي ملتان وڃي ويٺو. جتي جيوڻيءَ جي ملاقات مشهور راڳي استاد امير خان سان ٿي، جيڪو سنڌس آواز ۽ شخصيت کان ايترو ته متاثر ٿيو، جو جيوڻي بائيءَ کي رئو پارائي، پنهنجي ڌيءَ بنائي، ڪيس راڳ جي تعليم ڏيڻ شروع ڪيائين. ڦڪي جو سڄو خاندان امير خان جي قرب ۽ صحبت ۾ هڪ ڏينهن ساڻس گڏجي حضرت شمس تبريز جي متوليءَ جي هٿ تي مسلمان ٿيو. ان بعد ڦڪو فتح محمد ٿي ويو ۽ جيوڻي در در تي وڃي خيرات وٺڻ بند ڪئي ۽ استاد امير خان جي معرفت ميلن ملاڪڙن ۽ محفلن ۾ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندي، فني منزلون طئي ڪندي رهي. ملتان کان ڪراچيءَ تائين ڪيس راڳ جون دعوتون ملڻ لڳيون. سنڌ جا ماڻهو ڪيس گهڻو چاهيندا هئا ۽ پنهنجي محفلن ۾ ڪيس گهرائيندا هئا. هڪ دفعي شاهه ڪريم بلڙيءَ واري جي ميلي تي جيوڻي آيل هئي، اتي سنڌس ملاقات سنڌ جي مشهور راڳي استاد خير محمد خان سان ٿي، جنهن کي جيوڻيءَ جي راڳ ڏاڍو متاثر ڪيو ۽ جيوڻي به استاد کان متاثر ٿي. آخر استاد خير محمد خان جي صحبت ۾ جيوڻي ملتان ڇڏي اچي حيدرآباد ۾ رهائش پذير ٿي ۽ استاد خير محمد خان کان راڳ جا سبق سکيائين. خاص ڪري سنڌي ڪافي ڳائڻ جي سکيا ورتائين. پوءِ ته سڄيءَ سنڌ ۾ سنڌس آواز گونجڻ لڳو. هوءَ سنڌ جي هر ميلي ۾ استاد خير محمد خان سان گڏ هوندي هئي. هڪ ڀيري شاهه قادريءَ جي ميلي تي استاد بيبو خان، استاد خير محمد خان، سيد قاسم علي شاهه، پورو سک، ماسٽر چندر ۽ ٻيا مشهور فنڪار اچي شامل ٿيا، پر ميلي جي محفل موسيقي جيوڻيءَ ڪٽي ورتي. سنڌس آواز ٻڌي ماسٽر چندر گهڻو متاثر ٿيو ۽ مهاراج ترسي داس کي چيائين ته جيوڻيءَ کي ڪراچي وٺي اچ ته جيئن سنڌس آواز رڪارڊ ڪرايون. مهاراج ترسي داس جيوڻيءَ کي ڪراچيءَ وٺي ويو. ماسٽر چندر ڪيس رڪارڊنگ بابت سکيا ڏني. ڪمار خان جي موسيقيءَ ۾ جيوڻي بائيءَ جي آواز ۾ پهريون رڪارڊ انجنيئر لال چند رڪارڊ ڪيو. سڄي سنڌ ۾ هر طرف جيوڻيءَ جي سريلي آواز جي واهه واهه ٿي وئي. جيوڻي پاڻ به شاعره هئي، تنهنڪري به ٽي رڪارڊ پنهنجن ڪلامن جا به رڪارڊ ڪيائين. ان کان سواءِ هوءَ حاجي شاهه ۽ پرسرام ضياءَ جا ڪلام ڳائيندي هئي. جيوڻي بائي سنڌ ۾ 1928ع ۾ راڻيپور جي بزرگ سائين صالح شاهه جي مريدياڻي ٿي. هن ئي بزرگ سنڌس نالو جيدي مان بدلائي 'جيوڻي بائي' رکيو هو. جيوڻي حيدرآباد جي هڪ عالم الله بخش نوناريءَ کان قرآن شريف ۽ ديني تعليم حاصل ڪئي. 1932ع ۾ هن هڪ شخص نواب ماڪا سان شادي ڪئي، پر هن کي ڪو به اولاد نه ٿيو. جيوڻي بائي وڏي سريلي فنڪاره هئي. هن پنهنجي وقت ۾ ايترو ته نالو پيدا ڪيو جو آل انڊيا ڪانفرنس ۾ پورن تيرهن سالن تائين سنڌ جي نمائندگي ڪيائين. ڪاري رنگ وڏين اکين، ڀريل جسم، ڊگهي قد، گول ۽ سونهندڙ چهري واري جيوڻي بائي پُروقار ۽ باعزت عورت هئي. پاڻ روزي نماز جي پابند هئي، ڪيس پنجن تنن سان وڏي عقيدت هئي. هٿ جي ڇوٽ هوندي هئي. جيوڻي بائي هز ماسٽرس وائس گراموفون رڪارڊ ڪمپنيءَ ۾ سئو کان وڌيڪ گراموفون رڪارڊ ڀرايا، جيڪي سڀ جا سڀ مقبول ٿيا. اهوئي سبب هو جو هن ڪمپنيءَ وارن ساڻس هڪ شاندار جشن ملهايو، جنهن ۾ ڪمپنيءَ جو ساڍن ڏهن تولن جو سونو مونوگرام ڪيس اوارڊ طور ڏنو ويو. سنڌس آواز ۾ ريڊيو پاڪستان تان رڪارڊ اڄ تائين نشر ٿيندا رهندا آهن، جن ۾ 'قابو ڪوٺن ۾' ۽ 'ٻي درد جي اقرار ۾ هر گز نه سچائي آ' جهڙا ڪلام ٻڌي، جيوڻيءَ جي ياد تازي ٿيو وڃي.

سنڌ جي هي سدا بهار ڳائڻي 1942ع ۾ لاڏاڻو ڪري وئي.

**جيئنداڻي**: جيئنداڻي هڪ ذات آهي، جنهن لاءِ مختلف روايتون آهن، جن موجب هن ذات جا ماڻهو نوڙها به سڏبا هئا. هن ذات جا مير ٽالهي خان جي پٽ مير جيئند خان جو اولاد آهن. نواب مير محمد خان نوڙهو جيڪو مير جيئند خان جي پنجين پيڙهيءَ مان هو ۽ جنهن کي مٽياري، حيدرآباد ۽ ڪراچي ضلعن ۾ جاگيرون هيون. سو سڄي سنڌ اندر بااثر مير هو. هن ذات وارا سنڌس نالي پويان سڏجن ٿا. لسٻيلي جي جاموٽن جي هڪ پاڙي جو نالو ۽ نوتياڻين جي سرياڻي شاخ مان هڪ پاڙي جو نالو به جيئنداڻي هو. جڏهن ته ڪتاب 'بلوچ اور پاڪستان' جي مصنف موجب جيئنداڻي ميرواڻي بروهين جو هڪ پاڙو آهن، جن جو وڏو بزرگ جيئند هو. هڪ روايت مطابق جيئنداڻي اوٺار جتن جو پاڙو آهي، جنهن جا ماڻهو بگهاڙ جي مڪان جا رهاڪو آهن ۽ ميين شاهه ڪريم جا مريد ۽ فقير آهن. جڏهن ته ڪرمتين جي پئوا شاخ ۽ راڏا اگاريا شاخ جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ جيئنداڻي آهي.

**جيئند جتوئي**: تعلقي لاڙڪاڻي جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

نور خان جتوئي، پير بخش جتوئي، عثمان شاهه، فريد ڳوٺ، باجهي جتوئي، جيئند جتوئي عرف حمزو جتوئي ۽ ڪوڪرن جا گهڙ (حاجي موريل).

**جيئندل ڪوٽ**: تعلقي مٽياريءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جيئندل ڪوٽ، شيخ ٽيهر، ڏاتر ڏنو چنڊ، ڳوٺ چنڊڻ جو، نورخان وڪيهو ۽ سيد ذوالفقار علي شاهه.

**جيئندو درس**: تعلقي ملٽيءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جيئندو درس، ملڙائو آريسر، ٻڍائو پيسائو، پير جو تڙ ۽ ڪارو حبيب.

**جيئندو راڄپر**: تعلقي ٻريا جي هڪ ديهه جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

محمد حسين، جيئندو راڄپر، ٽنڊو مراد علي خان ۽ يوسف موجاڻي.

**جيئن ڏٺو آهه مون (ڪتاب)**: هيءُ ڪتاب سنڌ جي مفڪر ۽ سياستدان جي. ايم. سيد جو لکيل آهي، جنهن ۾ هن مذهب جي باري ۾ پنهنجي ذهن جي ارتقا بيان ڪئي آهي ۽ ڄاڻايو آهي ته ڪيئن ٻين مذهبن جي عقيدن جي ڄاڻ، تاريخ ۽ فلسفي جي مطالعي، ماديت جي نظريي جي واقفيت ۽ مجازي عشق جي مرحلن بعد هن جي عقيدن ۽ معلومات ۾ ڪافي تبديلي آئي، جن جو اظهار هن ڪتاب

۾ ڪيو ويو آهي. سيد صاحب لکيو آهي: ”اهي منهنجا شخصي رايا آهن. جن کي حق جي ڳولا ۾ هڪ فرد جي تجربن سان مشابهت ڏيئي سگهجي ٿي. ان لاءِ آءٌ صداقت جي هڪ هٽيءَ (Monopoly) جي دعويٰ نه ٿو ڪريان“. جي. ايم. سيد هن ڪتاب ۾ اهو به ڄاڻايو آهي ته قانون ارتقا (Law of Evolution) موجب، هر زماني ۽ دور ۾ نوان راز کلڻا ۽ نوان نياپا اچڻا آهن..... مون کي (هڪ صوفيءَ وانگر) هر مذهب ۾ حق جو پرتوو ڏسڻ ۾ آيو آهي.... منهنجي نظر ۾ صوفيءَ لاءِ اهو ضروري نه آهي ته هو ڪنهن خاص مذهبي عقيدي يا نظريي جو پابند هجي. هو هر مذهب، فلسفي، سائنس، علم ۽ تجربي مان، بنا تفاوت پنهنجي ۽ پرائي جي، فائدو حاصل ڪري سگهي ٿو. صوفي، لاڪوفي (Non-aligned) آهي... هو پاڻ کي ڪنهن محدود دائري ۾ نظربند نه ٿو ڪري...“

هن ڪتاب جا پنج فصل: مذهب جي تاريخ، مذهب جي پيدائش جا ڪارڻ ۽ ان جي جوڙجڪ جا جزا، مذهب هڪ آهي يا گهڻا، اسلام جا به تعبير ۽ تصوف، جيئن مون ڏٺو آهي- عنوانن تي مشتمل آهن. هن ڪتاب جو انتساب، سنڌ جي صوفي اعظم، وحدت الوجود، وحدت انساني، وحدت مذاهب جي پرچارڪ، راهه حق ۾ شهادت پاتل ۽ عاشقن جي اُستاد شاهه عنايت شهيد جي نالي ڪيو ويو آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو، ارباب نور محمد پليجي، حيدري پرنٽنگ پريس، لجپت روڊ، حيدرآباد مان 31 مئي 1968ع تي ڇپائي هني (ضلعي ٺٽي) پڌرو ڪيو. 203 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت ان وقت به روپيا هئي. هن ڪتاب جي اشاعت تي ڪن مذهبي عالمن جي. ايم سيد ۽ پبلشر نور محمد پليجي کي ڪافر قرار ڏنو ۽ مٿس دباءَ وجهي ڪانئس معافي نامو ۽ ’اعلان حق‘ نالي بيان لکائي، ڇپايو ويو. ان تي عالمن تصديق ڪئي ته ”متين حقيقت صحيح آهي، تنهنڪري هاڻي وڏيري نور محمد پليجي صاحب کي اسلامي برادريءَ ۾ اڳوڻي وانگر شامل ٿيڻ گهرجي.“ هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو 76-1975ع ڌاري نئين سنڌ پبليڪيشن، ڪراچيءَ ڇپايو.

ان کان سواءِ جي. ايم. سيد اڪيڊمي، سن پاران هن ڪتاب جا ڇهه ڇاپا ڇپجي چڪا آهن. آخري ڇاپو، ڊيمي سائيز جي 151 صفحن تي مشتمل، جنوري 1998ع ۾ ڇپيو آهي، جنهن جي قيمت -/100 روپيا آهي.




اهڙيءَ طرح روشني پبليڪيشن، ڪنڊياري پاران ’جيئن ڏٺو آهه مون‘ جا ٽي ڇاپا 2006ع، 2008ع ۽ 2009ع ۾ ڇپايا ويا آهن. آخري ڇاپو ڊيمي سائيز جي 176 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن جي قيمت 120 روپيا رکيل آهي.




’جيئن ڏٺو آهه مون‘ جو اردو ترجمو ’جيسا مين نے ديکا‘ (1972ع) جي نالي سان ۽ انگريزيءَ ۾ ترجمو ’Religion and Reality‘ ۽ ’My Vision of Religion‘ جي نالي سان ڇپجي چڪا آهن.

**جيئي سنڌ هلچل**: ’جيئي سنڌ‘ جو نعرو، سڀ کان اڳ سنڌ جي قومي شاعر شيخ اياز جي هڪ ڪهاڻيءَ ’پاڙيسري‘ ۾ 1947ع ڌاري ڪم آندو ويو هو. ان بعد اهو نعرو ڪامريڊ حيدربخش جتوئيءَ پنهنجي شعر ’جيئي سنڌ، جيئي سنڌ، جام محبت پيئي سنڌ‘ ۾ ڪم آندو. ان نعري ونيونٽ مخالف تحريڪ ۾ وڏيڪ مقبوليت ماڻي. خاص ڪري، ان نعري، جي. ايم. سيد جي فڪر جي روشنيءَ ۾ تنظيمي شڪل تڏهن ورتي، جڏهن ونيونٽ مخالف تحريڪ جي آخري ڏينهن ۾ **”جيئي سنڌ نوجوان محاذ“** جڙيو. اُن زماني ۾ **’سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن‘** نالي شاگردن جي تنظيم به سرگرم هئي. جنهن جي قيادت ڪميونسٽ پارٽيءَ جي اثرهيٺ هئي، پر ان جماعت ۾ قومپرست سوچ جا شاگرد به شامل هئا. جڏهن جي. ايم. سيد ونيونٽ جي خلاف نيشنل عوامي پارٽيءَ جي بلوچ ۽ پختون اڳواڻن سان گڏجي پهرين سنڌ، پختونخوا ۽ بلوچستان ۾ **’اينٽي ونيونٽ فرنٽ‘** ۽ بعد ۾ 1969ع ۾ **’سنڌ متحده محاذ‘** قائم ڪري، ونيونٽ خلاف تحريڪ کي سرگرم ڪيو ته نواب شاهه ۾ **’سنڌ متحده محاذ‘** جي شاخ کلڻ وقت، قومپرست سوچ جي شاگردن سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن کان ڌار ٿي، ’سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن‘ (قومپرست گروپ) قائم ڪيو. اڳتي هلي **’جيئي سنڌ نوجوان محاذ‘** ۽ **’سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن‘** (قومپرست گروپ) گڏجي **’جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن‘** جو قيام عمل ۾ آندو. جنهن ڪهاڙيءَ واري جهنڊي کي تنظيم جهنڊو قرار ڏنو.





1970ع جي ملڪي چونڊن ۾ جي. ايم. سيد سنڌ جي مڪمل صوبائي خودمختياري (جنهن ۾ مرڪز کي صرف ٽي کاتا ملڻا هئا) جو پروگرام ڪٺي، **’سنڌ متحده محاذ‘** جي پليٽ فارم تان حصو ورتو. بنگلاديش جي قيام کان پوءِ نئين صورتحال ۾ هن پنهنجي سائين جو اجلاس حيدر منزل ڪراچيءَ ۾ سڏائي، **’سنڌ متحده محاذ‘** جو نالو تبديل ڪري **’جيئي سنڌ محاذ‘** ٺاهيو. جنهن جي پروگرام جو مُکيه نُڪتو ”سنڌ جي سياسي، ثقافتي ۽ اقتصادي آزادي“ طئي ڪيو ويو. جڏهن ته جيئي سنڌ محاذ جي جدوجهد جا بنيادي مَتا: نيشنلزم، سيڪيولرزم، سوشلزم ۽ جمهوريت رکيا ويا. ان اجلاس ۾ **جيئي سنڌ محاذ** جو صدر جي. ايم. سيد ۽ جنرل سيڪريٽري رئيس غلام مصطفيٰ پرڳڙي ٿيو. ان اجلاس ۾ شاهه محمد شاهه، مدد علي سنڌي، اقبال ترين، امان الله شيخ، عبدالخالق جوڻيجي، عبدالحئي پليجي ۽ ٻين شاگرد اڳواڻن ۽ قومپرست سياستدانن شرڪت ڪئي.

جيئي سنڌ محاذ جي قيام واري وقت ۾ پيپلز پارٽيءَ سنڌي ٻوليءَ جو بل سنڌ اسيمبليءَ ۾ پاس ڪرايو ته ان تي هڪ ڌر ان تي اعتراض ڪيا ۽ سنڌ ۾ لساني جهيڙا ٿيا. ان صورتحال ۾ 1 آگسٽ 1972ع تي سنڌي ماڻهن

ڪي متحرڪ ڪرڻ لاءِ جي. ايم. سيد، جيئي سنڌ محاذ جي پليٽ فارم تان سڄيءَ سنڌ جو دورو ڪيو، جنهن ۾ قومپرست ڪارڪن ۽ اديب ساڻس گڏ هئا. انهيءَ دوري دوران جي. ايم. سيد تي مسلم ڪاليج حيدرآباد ۾ بم جو حملو ٿيو، جنهن ۾ هڪ ڪارڪن شهيد ۽ ڪيترا زخمي ٿيا. قومي ڪارڪن عمر شورو ۽ نامور مصور گل محمد کتري زخمي ٿيا. عمر شورو زخمي ٿيڻ بعد معذور بڻجي ويو. ان حملي جي باوجود جي. ايم. سيد پنهنجو دورو ۽ سرگرميون جاري رکيون. ان تي، اُن وقت جي سنڌ جي وڏي وزير ممتاز علي ڀُٽي کيس گهر ۾ نظربند رکيو. سيد جي مسلسل نظربنديءَ جي ڪري جيئي سنڌ محاذ جون سرگرميون جاري رهي نه سگهيون.

آڪٽوبر 1977ع ۾ سن شهر ۾ جي. ايم. سيد پنهنجي هم خيال قومپرست ساٿين ۽ ڪارڪنن کي سڏايو جنهن ۾ نئين سر جيئي سنڌ محاذ کي فعال ڪري ان جو پهريون ڪنوينر نامور قومي دانشور عبدالواحد آريسر مقرر ٿيو، جڏهن ته محاذ جا ٻيا مُکيه اڳواڻ مولا بخش لغاري، سرور سهتو، عطاءُ الله انڙ، عبدالخالق جوڻيجو جمن دربدر وغيره هئا. اهو جنرل ضياءِ الحق جي مارشل لا جو دؤر هو. سياسي سرگرمين تي سخت پابنديون هيون. ان هوندي به جيئي سنڌ محاذ جي ڪارڪنن ڳوٺ ڳوٺ وڃي قومي ڪچهريون منعقد ڪري سنڌي ماڻهن ۾ قومي شعور ۽ سنڌ جي آجپي جو احساس پيدا ڪيو ۽ جيئي سنڌ هلچل شهرن ۽ تعليمي ادارن مان نڪري سنڌ جي ڳوٺن ۽ شهرن تائين پهچي وئي.

جيئي سنڌ محاذ هر قومي مسئلي تي سرگرميون جاري رکيون، ٻر منڊ کان وٺي سنڌ ۾ ڌاري آبادڪاريءَ جي خلاف تمام گهڻي ۽ مسلسل جدوجهد ڪئي. ان تحريڪ دوران ڪي مکيه واقعا هي هئا:

جنوري 1979ع ۾ جڏهن وقت جي حڪومت بنگلاديش کان بهارين کي گهرائڻ جو فيصلو ڪيو، ته سندن آمد کي روڪڻ لاءِ جيئي سنڌ محاذ ڪراچي ايئرپورٽ جي ٻاهران تمام وڏو مظاهرو ڪيو، جنهن ۾ قومي سوچ رکندڙ اڪثر اڳواڻ موجود هئا. 26 جنوري 1979ع تي ٿيندڙ ان مظاهري ۾ لکين ماڻهن شرڪت ڪئي. نتيجي طور حڪومت کي بهارين کي گهرائڻ وارن جهازن کي مؤخر ڪرڻو پيو.

1991ع ۾ جڏهن مسلم ليگ جي حڪومت وري بهارين کي گهرائي پنجاب ۾ آباد ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ته جيئي سنڌ محاذ موقف رکيو ته اهي ماڻهو پنجاب ۾ نه رهندا، بلڪ ريل ۽ روڊ رستي سنڌ ايندا، ان تي احتجاج ڪرڻ لاءِ سنڌ، پنجاب، سرحد کي بند ڪرڻ لاءِ ڪمون شهيد وٽ تاريخي ڌرڻو هنيو ويو، جنهن ۾ هزارين مردن ۽ عورتن شرڪت ڪئي. انهيءَ ئي مسئلي تي 1992ع ۾ جيئي سنڌ محاذ سڄيءَ سنڌ ۾ ڪامياب پر امن هڙتال ڪئي. جيئي سنڌ محاذ ابتدا کان وٺي عدم تشدد واري پاليسيءَ تي عمل پيرا رهيو آهي. ان ئي عرصي ۾ اسٽيبلشمينٽ جيئن ته سنڌ جي سياست نسلي بنيادن تي ورهائي ڇڏي هئي، پر جيئي سنڌ محاذ بنا ڪنهن رنگ، نسل ۽ مذهب جي تفريق جي، قومي بنياد تي سياست جاري رکي.

جيئي سنڌ محاذ جي ذيلي تنظيمن ۾: جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن (شاگردن جي تنظيم)، سنڌي ناري تحريڪ (عورتن جي تنظيم)، لطيف سنگت (ٻارن جي تنظيم) ۽ سنڌي پورهيت سنگت (مزدورن جي تنظيم) سرگرم رهيون.

اِن عرصي ۾ ڊاڪٽر قادر مگسي، ڊاڪٽر دودي مهيري ۽ مير عالم مريءَ يونيورسٽيءَ جي تعليم مڪمل ڪرڻ بعد جيئي سنڌ محاذ ۾ شرڪت ڪئي.

جيئي سنڌ محاذ جي جدوجهد دوران سياسي حڪمت عمليءَ تي اختلافن جي بنياد تي 1990ع ڌاري جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي شاگردن، تعليم مڪمل ڪرڻ بعد '**جيئي سنڌ تحريڪ**' جي نالي سان الڳ جماعت ٺاهي، جنهن جو پهريون صدر گل محمد جکراڻي ٿيو ان جي مُکيه اڳواڻن ۾ بشير خان قريشي، ڊاڪٽر نياز ڪالاڻي ۽ ٻيا شامل هئا. ان کان پوءِ جيئي سنڌ محاذ ۽ جيئي سنڌ تحريڪ الڳ الڳ پليٽ فارمن تان جي. ايم. سيد جي سرپرستيءَ ۾ قومي سياست ۾ ٻن قومي پارٽين جي صورت ۾ سرگرم رهيون. سندن نظرياتي موقف جي. ايم. سيد وارو ئي رهيو. ان عرصي ۾ ڊاڪٽر قادر مگسي ڌار ٿي، پهرين جيئي سنڌ ترقي پسند پارٽي ۽ بعد ۾ سنڌ ترقي پسند پارٽي ٺاهي، ۽ جيئي سنڌ هلچل جي نقطهء نظر سان اختلاف ڪندي، پنهنجو جهنڊو ۽ منشور الڳ بنايو (وڌيڪ ڏسندا: **سنڌ ترقي پسند پارٽي، ايندڙ جلد**).

ان دوران جيئي سنڌ جي نالي سان ڪم ڪرڻ وارا ڪجهه ٻيا گروپ به وجود ۾ آيا. جهڙوڪ: "**جيئي سنڌ قومپرست پارٽي**"، جنهن جو اڳواڻ قمر ڀٽي هو ۽ "**جيئي سنڌ انقلابي تنظيم**" جي اڳواڻي شفيع محمد برفت ڪئي.

25 اپريل 1995ع تي جيئي سنڌ هلچل جي باني، مفڪرءَ رهبر جي. ايم. سيد جي وفات بعد جيئي سنڌ محاذ جي چيئرمئن عبدالواحد آريسر ۽ جيئي سنڌ تحريڪ جي اڳواڻن گل محمد جکراڻي، بشير خان قريشي ۽ جيئي سنڌ انقلابي تنظيم جي شفيع محمد برفت ۽ ٻين ڪوششن ڪئي ته مرحوم جي. ايم. سيد جي وڇوڙي جي ڏک کي ٻڌيءَ، طاقت ۽ تنظيم ۾ تبديل ڪجي. جنهن بعد جيئي سنڌ هلچل ۾ نئين صف بندي ٿي. جيئي سنڌ محاذ جي چيئرمئن عبدالواحد آريسر ۽ ان جي ساٿين، جيئي سنڌ تحريڪ ۽ جيئي سنڌ انقلابي تنظيم جي ڪارڪنن سان گڏجي هڪ نئين جماعت '**جيئي سنڌ قومي محاذ**' ٺاهي، جنهن جو اعلان جي. ايم. سيد جي چاليهي تي ٿيل جلسي ۾ ڪيو ويو.





جيئي سنڌ قومي محاذ جو ڪنوينر عبدالواحد آريسر، ڊپٽي ڪنوينر بشير خان قريشي چونڊيا ويا، جڏهن ته ٻين مُکيه اڳواڻن ۾ گل محمد جکراڻي، سيد زين شاهه، سيد غلام شاهه، ڊاڪٽر نياز ڪالاڻي، ڊاڪٽر مير عالم مري، شفيع محمد برفت، قيوم منگي، شبير احمد جمالي، شفيع ڪرناڻي ۽ ٻيا شامل هئا. جڏهن ته جيئي سنڌ محاذ جي اڳواڻن مان عبدالخالق جوڻيجي نئين پارٽيءَ ۾ شامل ٿيڻ بدران پنهنجي ڪجهه ساٿين سميت 'جيئي سنڌ محاذ' جي نالي سان ئي ڪم جاري رکيو. جنهن جو چيئرمئن عبدالخالق جوڻيجو ٿيو ۽ ٻين مُکيه اڳواڻن



جيئي سنڌ هلچل

۾ سرور سهتو، هاشم کوسو، علي نواز ٻٽ، ڊاڪٽر برڪت جتوئي، خان محمد پيو، امر جوڻيجو ۽ احمد خان چانڊيو شامل هئا.

جيئي سنڌ قومي محاذ ۽ جيئي سنڌ محاذ پنهنجي پنهنجي حڪمت عمليءَ تحت جدوجهد جاري رکي. وقت گذرڻ سان سياسي ۽ تنظيمي اختلافن جي بنياد تي مختلف پارٽيون ۽ گروپ ٺهندا ۽ هڪ ٻئي ۾ ضم ٿيندا رهيا آهن. جن جو مختصر وچور هن ريت آهي:

جيئي سنڌ قومي محاذ جي ڪجهه ميمبرن، تشدد ۽ عدم تشدد جي معاملي تي اختلاف ڪندي '**جيئي سنڌ متحده محاذ**' جي نالي سان الڳ جماعت ٺاهي، جيڪا اڄ ڏينهن تائين قائم آهي ۽ ان جي سربراهي شفيع محمد برفت ڪري رهيو آهي. هن پارٽيءَ جا ڪارڪن عدم تشدد جي پاليسيءَ جا حامي نہ آهن.

ڪجهہ عرصي بعد 'جيئي سنڌ قومي محاذ' ٻن حصن ۾ ورهائجي ويو. هڪ حصي جي سربراهي بشير خان قريشيءَ ڪئي، ۽ ان جو لاڳاتار چيئرمئن رهندو اچي. هن سان گڏ ڊاڪٽر نياز ڪالاڻي، ڊاڪٽر صفدر سرڪي، محمد راهمون، سرفراز ميمڻ ۽ ٻيا هئا.

جڏهن تہ ٻئي حصي جي اڳواڻي عبدالواحد آريسر وٽ رهي، جنهن سان گڏ شفيع محمد ڪرناڻي، علي حسن چانڊيو، سرائي قربان کهاوڙ، اسلم خيرپوري، سرمد ميراڻي، حفيظ هڪڙو ۽ ٻيا اڳواڻ شامل رهيا.

اڳتي هلي بشير خان قريشيءَ جي اڳواڻيءَ ۾ ڪم ڪندڙ "جيئي سنڌ قومي محاذ" کان هڪ گروپ الڳ ٿي، '**جيئي سنڌ تحريڪ**' جي نالي سان هڪ نئين جماعت قائم ڪئي. جنهن جو سربراهہ ڊاڪٽر صفدر سرڪي آهي، ۽ ان جي ٻين اڳواڻن ۾ محمد راهمون، نورالدين جمالي، آڪاش ملاح (جيڪو جيل ۾ آهي ۽ جنهن لاءِ جيئي سنڌ قومي محاذ (بشير قريشي) جو چوڻ آهي تہ هُو سندن پارٽيءَ جو ميمبر آهي) شامل آهن. اهڙيءَ طرح سرائي قربان کهاوڙ ۽ حفيظ هڪڙو وري 'جيئي سنڌ متحده محاذ' ۾ شامل ٿي ويا.

ان کان سواءِ بہ مختلف وقتن تي مختلف سببن جي ڪري جيئي سنڌ محاذ ۽ جيئي سنڌ قومي محاذ کان ڪجهہ ميمبر الڳ ٿي مختلف گروپ ٺاهيندا رهيا آهن، اهڙيءَ ريت هن وقت جيئي سنڌ هلچل سان واڳيل مختلف جماعتن/ گروپن جي صورتحال مختصر طور هن ريت آهي:

**جيئي سنڌ قومي محاذ 1:** چيئرمئن بشير خان قريشي ۽ مکيہ اڳواڻ: ڊاڪٽر نياز ڪالاڻي، آصف بالادي، حنيف ساگر ٻرڙدي، سرفراز ميمڻ، آڪاش ملاح، بشير خاصخيلي ۽ ٻيا.

**جيئي سنڌ قومي محاذ 2:** چيئرمئن عبدالواحد آريسر، ٻيا مکيہ اڳواڻ: ڊاڪٽر مير عالم مري، اسلم خيرپوري، سرمد ميراڻي، عثمان پنهور، نواز خان زئور، مسيح ڪالاڻي، ايڊوڪيٽ علي حسن چانڊيو ۽ ٻيا.

**جيئي سنڌ متحده محاذ:** چيئرمئن شفيع محمد برفت، مکيہ اڳواڻ: سرائي قربان کهاوڙ، حفيظ هڪڙو، روپلو چوليائي، ذوالفقار ڪولاچي ۽ ٻيا.

**جيئي سنڌ محاذ (1):** چيئرمئن ڊاڪٽر برڪت جتوئي، مکيہ اڳواڻ: عبدالخالق جوڻيجو، ڊاڪٽر ارباب کهاوڙ، هاشم کوسو، اياز هڪڙو، امداد چانڊيو، سارنگ مهر، ياسين سنڌي، امر فياض ۽ ٻيا.



**جيئي سنڌ محاذ (2):** چيئرمئن سرور سهتو، مکيہ اڳواڻ: صوفي حضور بخش، علي نواز ٻٽ، فيض الله جوڻيجو ۽ ٻيا.



**جيئي سنڌ محاذ (3):** چيئرمئن رياض چانڊيو، مکيہ اڳواڻ: خان محمد پيو، الاهي بخش چاچڙ، حافظ رحيم بخش لکڻ ۽ ٻيا.

**جيئي سنڌ محاذ (4):** چيئرمئن رسول بخش ٿيبو، مکيہ اڳواڻ: منصور خاصخيلي ۽ ٻيا.

**جيئي سنڌ محاذ (5):** چيئرمئن حيدر پُنو، مکيہ اڳواڻ: شمس شورو ۽ ٻيا.

**جيئي سنڌ تحريڪ (1):** چيئرمئن ڊاڪٽر صفدر سرڪي، مکيہ اڳواڻ: محمد راهمون، آڪاش ملاح، نورالدين جمالي، عبدالرحمان جتوئي ۽ ٻيا. (آڪاش ملاح جيل ۾ آهي، جنهن لاءِ جسقم (بشير قريشي) ۽ جيئي سنڌ تحريڪ جي دعويٰ آهي تہ هو سندن ميمبر آهي.)

**جيئي سنڌ تحريڪ (2):** چيئرمئن شفيع محمد ڪرناڻي، مکيہ اڳواڻ: شبير احمد جمالي، سورهيہ سنڌي ۽ ٻيا.



**جيئي سنڌ قومپرست پارٽي:** چيئرمئن قمر ڀٽي، مکيہ اڳواڻ: محمد ڪوڪر، انور جويو، دودو ديشي ۽ ٻيا.

جيئي سنڌ هلچل جي متين اڳواڻن مان عبدالواحد آريسر سڀ کان وڌيڪ عرصو جيل ڪاٽيو ۽ سيد جي فڪر کي ڪتابن، تحريرن ۽ تقريرن ذريعي اهم ڪردار ادا ڪيو آهي، عبدالخالق جوڻيجو سنڌين جو مؤقف انگريزي اخبارن ۾ ڏيڻ جي حوالي سان اڳيان رهيو آهي، جڏهن تہ بشير خان قريشيءَ، هڙتالن ۽ مظاهرن ذريعي پنهنجو هڪ مقام ٺاهيو آهي. عبدالواحد آريسر، بشير خان قريشي، قيوم منگي (شهيد)، آصف بالادي، صفدر سرڪي ۽ ٻيا اڳواڻ وڏي عرصي تائين جيلن ۾ رهيا. هنن سڀني جو سنڌ ۾ قومي شعور وڌائڻ، قومي آجپي ۽ قومي مسئلن تي جاڳرتا پيدا ڪرڻ ۾ اهم ڪردار رهيو آهي.



# ضميمو 1

## جلد پهرئين جون ڪجھ درستيون

| صفحو | ڪالم | سٽ | عنوان | داخلاجي سھو | درستي/ اضافي معلومات |
|---|---|---|---|---|---|
| 144 | 2 | | احمد خان مدهوش | —— | احمد خان مدهوش، 26 جون 2010ع تي وفات ڪئي. |
| 151 | 2 | | اخترعلي جي. قاضي | —— | اخترعلي جي. قاضيءَ 14 آڪٽوبر 2010ع تي وفات ڪئي. |
| 343 | 1 | 12 | ايچ. ٽي. لئمبرڪ | ايچ .ٽي. لئمبرڪ 1940ع ۾ برطانيا ۾ جنم ورتو. | ايچ. ٽي. لئمبرڪ 1904ع ۾ برطانيا ۾ جنم ورتو. |
| 434 | 1 | | بروهي، عبدالحليم | —— | حليم بروهيءَ 28 جولاءِ 2010ع تي وفات ڪئي. |
| 572 | 2 | | ٻنوي، سيف | —— | سيف ٻنويءَ 5 جنوري 2010ع تي وفات ڪئي. |

## جلد ٻئين جون درستيون

| صفحو | ڪالم | سٽ | عنوان | داخلاجي سھو | درستي/ اضافي معلومات |
|---|---|---|---|---|---|
| 165 | 02 | 10 | تاريخ چراغ هدايت | مير ميان يار محمد خان ابن مير ڪرم علي خان | مير ميان يار محمد خان ابن مير مراد علي خان |
| 168 | 01 | 28 | تاريخ سنڌ (ڪتاب) | —— | جيئن تہ هيءَ تفصيلي داخلا صفحي 167 تي تصويرن سان اچي چڪي آهي، ان ڪري هتي هن کي ٻيهر نہ پڙهيو وڃي. |
| 168 | 02 | 35 | تاريخ سنڌ[7](ڪتاب) | پهريون ڇاپو 1941ع ۾...................... | پهريون ڇاپو 1941ع ۾ محمد بن قاسم سوسائٽيءَ ڇاپيو ۽ ٻيو ڇاپو انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ 1985ع ۾ شايع ڪيو. |
| 216 | 02 | 25 | تحفة المرشدين | تحفة المرشدين ڪتاب جي جاءِ تي ڀُل ۾ ’تحفة المسلمين و هدية المومنين‘ ڪتاب جي تصوير لڳي وئي آهي. | |

| صفحو | ڪالم | سٽ | عنوان | داخلاجي سهوَ | درستي/ اضافي معلومات |
|---|---|---|---|---|---|
| 217 | 01 | 13 | تحفة المسلمين وهداية المومنين | مير محمد خان ٽالپر | مير محمد نصير خان ٽالپر |
| 49 | 01 | | پٺاڻي بک هڙتال تي (ڪتاب) ۽ پٺاڻيءَ تي بهتان (ڪتاب) | هنن ٻنهي داخلائن ۾ ڪتابن جا عڪس هيٺ مٿي ڇپجي ويا آهن. | |
| 231 | 01 | | تذڪرة المراد | ——— | هن فارسي تذڪري جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڊاڪٽر عبدالرسول قادريءَ ڪيو آهي ۽ اهو ترجمو سنڌي ادبي بورڊ طرفان 2006ع ۾ شايع ٿي چڪو آهي |
| 273 | 01 | 32 | تسبيح | صلي الله علي وسلم | صلي الله عليہ وسلم |
| 273 | 01 | 35 | تسبيح | لاالله الاالله | لااِلٰه الاالله |
| 330 | 01 | 01 | تنيا | سماٽي جت آهن. | سمات قبيلي جي ذات آهن. |
| 331 | 01 | 01 | تنيو، شمس الدين، ڊاڪٽر | پروفيسر جي عهدي تان رٽائر ڪيائين. | پروفيسر ۽ ڊين جي عهدي تي فائز آهي. سندس ڪتاب "سنڌ جي زراعت" (2007ع) پڻ ڇپيل آهي. |
| 418 | 2 | 31 | ٽالپر، مير علي نواز خان | ٽالپر علي نواز خان | مير علي نواز 'ناز' ولد مير امام بخش ٽالپر |
| 395 | -- | -- | ٺهيم، عبدالرزاق، جسٽس (ر) | ——— | سندس وفات 1 سيپٽمبر 2010ع تي ٿي. |
| 525 | 02 | 7 | ٺيهہ اڪري | شاهہ عبداللطيف 1165هہ/1989ع | 1165/ 1752ع |
| 526 | 02 | 37 | ٺارو شاهہ | ضلعي نوابشاهہ (هاڻوڪي بينظيرآباد) | ضلعي نوشهري فيروز |
| 528 | 01 | 27 | ٺاڪرداس پاونداس تولاڻي 'ٺاڪر' | ضلعي نوابشاهہ (هاڻوڪي بينظيرآباد) | ضلعي نوشهري فيروز |
| 578 | 02 | | ثناءُ الله قادري | | هيءَ تصوير ثناءُ الله قادريءَ جي نہ، پر ثناءُ الله ثنائيءَ جي آهي، جيڪا غلطيءَ سان ثناءُ الله قادريءَ جي احوال ۾ لڳي وئي آهي. |
| 564 | 02 | 27 | ٺوڙهي بجار | مولوي سعدالله (وفات: 1993ع) | وفات 1943ع |
| 564 | 02 | 29 | ٺوڙهي بجار | مولوي عبدالڪريم ٺنيو (وفات:1966ع) | وفات 1976ع |



# كتابيات (Bibliography)

## (الف) سنڌي ڪتاب


1. آڏواڻي، آوت سنگھ مهتاب سنگھ، ”پاپ ۽ پڄ“، بلئو ٽڪسي پريس، حيدرآباد، 1929ع.
2. آڏواڻي، پيرومل مهرچند، ”سنڌ جي هندن جي تاريخ“ (پاڱو پهريون ۽ ٻيو)، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو، 2006ع.
3. آڏواڻي، پيرومل مهرچند، ”قديم سنڌ“، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2007ع.
4. آڏواڻي، نولراءِ شوقيرام، ”پرارٿنائون“، پئليس پرنٽنگ پريس، حيدرآباد، 1939ع.
5. آريسر عبدالواحد ، ”پرھ جو پيغام“ نئين سنڌ پبليڪيشن، ڪراچي، 1974ع.
6. آريسر عبدالواحد ، ”جي. ايم. سيد“، سنڌو پبليڪيشن، حيدرآباد، 1988ع.
7. آشا ديال، ڊاڪٽر، ”سنڌ جا سنت“، شوڀا پبليڪيشن، وشنداس آسراڻي، الهاس نگر1982ع.
8. آگرو، غلام رباني، ”جهڙا گل گلاب جا“( ٻه ڀاڱا)، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 2007ع.
9. ابڙو، بدر، ”جيل جي ڊائري“، ابن احسن پرنٽنگ پريس، ڪراچي، 1990ع.
10. ابڙو، بدر، ”سنڌ جي جهنگلي جيوت“ سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2009ع.
11. ابڙو ،بدر ،”ڪوهستان جو سفر“، ثقافت ۽ سياحت کاتو حڪومت سنڌ،2009ع.
12. ابڙو،بدر،”کيرٿر جو سفر“،(ارضيات،جاگرافي،ثقافتي ماڳ،جهنگل جيوت ۽ نباتات)،سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو ،2010ع.
13. ابڙو، بدر، ”هنگلاج ۽ لاهوت“، سنگم پبليڪيشن، ڪراچي، 2000ع.
14. ابڙو، جمال، ”جمال ابڙو“ (ڪهاڻيون، مضمون، شخصيت)، ثقافت ۽ سياحت کاتو حڪومت سنڌ، 1992ع.
15. اجواڻي، لال سنگھ، ”سنڌي ادب جي تاريخ“، سنڌي ساهت گھر، حيدرآباد، 2007ع.
16. اديب انقلابي، ”پشتو شاعريءَ جو سنڌي روپ“، سورٺ پبليڪيشن، لاڙڪاڻو
17. الانا، غلام علي، ڊاڪٽر، ”ڇپيل سنڌي ڪتابن جي ببليو گرافي“ (1947ع کان 1973ع تائين)، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 1974ع.
18. الانا، غلام علي، ڊاڪٽر، ”سنڌي ٻوليءَ جي ارتقا“، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2006ع.
19. الانا، غلام علي، ڊاڪٽر، ”سنڌي ليکڪن جي ڊائريڪٽري“، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 1974ع.
20. الانا، غلام علي، ڊاڪٽر، ”سنڌي نثر جي تاريخ“، سنڌي ساهت گھر، حيدرآباد، 1999ع.
21. الانا، غلام علي ڊاڪٽر ”لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ“ (پي. ايڇ. ڊي ٿيسز)، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 1977ع.
22. امداد حسيني ۽ سحر امداد، ”سنڌ جي ديني ادب جو ڪئٽالاگ“، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 1971ع.
23. انڍڙ عبدالوحيد، ڊاڪٽر، ”سکر ڏسٽي“، سکر هسٽاريڪل سوسائٽي، 2001ع.
24. انڙ، رسول بخش، ايڊووڪيٽ، ”1973ع جو آئين ۽ پاڪستان جي مختصر آئيني تاريخ“، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، 2006ع.
25. انصاري، اشتياق، ”سنڌ جا ڪوٽ ۽ قلعا“، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2003ع.
26. انصاري، اشتياق ”گورک“، ڪويتا پبليڪيشن، حيدرآباد، 2009ع.
27. اوٺو مانيٽو ”ڇپيل سنڌي ڪتابن جي ببليوگرافي“، (1973ع کان 1979ع)، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 1981ع.
28. ائٽيڪن اِي.ايڇ./ حسين بادشاھ، ”سنڌ گزيٽيئر“، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو 2006ع.
29. ايسراڻي، نانڪرام، ڊاڪٽر ”سنڌي سنڌ ۾، هند ۾، سنسار ۾“ هندو يومي پرڪاش نواس، اجمير، 2000ع.
30. بخاري، سيد حاڪم علي شاھ ۽ محمد عثمان ميمڻ، ”سنڌ جا قديم آثار“(پاڱو ٻيو) (ڇپائيءَ هيٺ)، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد.

31. بخاري، حاڪم علي شاهه ۽ محمد عثمان ميمڻ، ”سنڌ جي قديم آثارن جي ڊائريڪٽري“، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2008ع.
32. بخاري، حاڪم علي شاهه ۽ محمد عثمان ميمڻ، ”سنگيت سنسار“، (فرهنگِ موسيقي)، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2008ع.
33. بروهي، داد محمد خادم، ڊاڪٽر، ”ملڙا مارو“، ڪيرٿر پبليڪيشن جيڪب آباد، 2002ع.
34. بکري، معصوم / مخدوم، امير احمد، ”تاريخ معصومي“، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2006ع.
35. بلوچ، صحبت علي، ”سيتا جا سدا بهار ماڻهو“، سرجڻهار پبليڪيشن، شاهه آباد محلو دادو، 2004ع.
36. بلوچ، گل شير، ”ڪوٽڙي ڪبير جو مختصر تاريخي جائزو“، گلشن پبليڪيشن، حيدرآباد، 1990ع.
37. بلوچ، نبي بخش، ” پروليون ڏئون، معمائون ۽ ٻول“، سنڌ ي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2007ع.
38. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”جنگناما“، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2007ع.
39. بلوچ، نبي بخش خان ڊاڪٽر، ”رهاڻ هيرن ڪاڻ“ (جلد اٺون)، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 2007ع.
40. بلوچ، نبي بخش خان،ڊاڪٽر، ”رهاڻ هيرن ڪاڻ“، (جلد نائون)، سنڌ ماڻڪ موتي تنظيم، حيدرآباد،2010ع.
41. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”سنڌ جي مڇي“ (مٺي جي مڇي)، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 1993ع.
42. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”سنڌ جي مڇي“ (ڪاري جي مڇيءَ جو مطالعو)، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 1995ع.
43. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”سنڌي موسيقي جي مختصر تاريخ“، شاهه عبداللطيف ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاهه، حيدرآباد، 2003ع.
44. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”سومرن جو دور“، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2006ع.
45. بلوچ، نبي بخش خان،ڊاڪٽر، ”شاهه جو رسالو شاهه جو ڪلام“، (جلد پهريون)،شاهه عبد اللطيف ثقافتي مرڪز ڪاميٽي، ڀٽ شاهه،1989ع.
46. بلوچ، نبي بخش خان،ڊاڪٽر، ”شاهه جو رسالو شاهه جو ڪلام“، (جلد ٻيو)،شاهه عبد اللطيف ثقافتي مرڪز ڪاميٽي، ڀٽ شاهه،1992ع.
47. بلوچ، نبي بخش خان،ڊاڪٽر، ”شاهه جو رسالو شاهه جو ڪلام“، (جلد ٽيون)، شاهه عبد اللطيف ثقافتي مرڪز ڪاميٽي، ڀٽ شاهه 1994ع.
48. بلوچ، نبي بخش خان،ڊاڪٽر، ”شاهه جو رسالو شاهه جو ڪلام“، (جلد چوٿون)، آءِ آءِ علامه قاضي رسالو تحقيقي رٿا ۽ اشاعت، حيدرآباد،1997ع.
49. بلوچ، نبي بخش خان،ڊاڪٽر، ”شاهه جو رسالو شاهه جو ڪلام“، (جلد پنجون)، آءِ آءِ علامه قاضي رسالو تحقيقي رٿا ۽ اشاعت، حيدرآباد،1997ع.
50. بلوچ، نبي بخش خان،ڊاڪٽر، ”شاهه جو رسالو شاهه جو ڪلام“، (جلد ڇهون)، علامه آءِ آءِ قاضي رسالو تحقيقي رٿاءِ اشاعت، حيدرآباد،1995ع.
51. بلوچ، نبي بخش خان،ڊاڪٽر، ”شاهه جو رسالو شاهه جو ڪلام“، (جلد ستون)، علامه آءِ آءِ قاضي رسالو تحقيقي رٿا ۽ اشاعت، حيدرآبا د،1998ع.
52. بلوچ، نبي بخش خان ،ڊاڪٽر، ”شاهه جو رسالو شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي ڪلام جو سڄو سربستو صحيح رسالو“،(جلد اٺون ۽ نائون)، علامه آءِ آءِ قاضي رسالو تحقيقي رٿا ۽ اشاعت، حيدرآباد،1999ع.
53. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”شاهه جو رسالو شاهه جو ڪلام“، (جلد ڏهون)، علامه آءِ آءِ قاضي رسالو تحقيقي رٿا ۽ اشاعت، حيدرآباد،1997ع.
54. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، مرتب، (مصنف مير علي شير قانع ٺٽوي)، ”تحفة الڪرام“، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 2004ع.
55. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”لوڪ گيت“، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سنڌ 2006ع.
56. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”نئين جامع سنڌي لغات“، جلد پهريون (ا-ڄ)، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو، حيدرآباد، 2004ع.
57. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”نئين جامع سنڌي لغات“، جلد ٻيو (ڄ-ڪ)، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو، حيدرآباد،2005ع.
58. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”نئين جامع سنڌي لغات“، جلد ٽيون (ڪ-ي)، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو، حيدرآباد،2007ع.
59. ٻلو مومن، ”چارلس نيپئير کان محمد ميان سومري تائين“، پاڪستان هيريٽيج پريزرويشن اينڊ پروموشن سوسائٽي (PHPPS) ، حيدرآباد، 2003ع.
60. ڀٽ، الهه رکيو ”سماٽ“، گلشن پبليڪيشن، حيدرآباد، 1984ع.
61. ٻُٽ ،الهه رکيو ”سنڌ ۾ ڪتبخانن جي مختصر تاريخ“، سنڌي پبلشرز، حيدرآباد،1980ع.
62. ٻُٽ، الهه رکيو ۽ سليم ڀٽو لطيفي، ”هٽ جا هنر“، شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر، ڪراچي يونيورسٽي، ڪراچي، 2008ع.

